# اِنسائيڪلوپيڊيا سنڌيانا

(س-٢)

جلد اٺون





چيف ايڊيٽر

پروفيسر ڊاڪٽر فهميده حسين





سنڌي لئنگئيج اٿارٽي، حيدرآباد، سنڌ

# اِنسائيڪلوپيڊيا سنڌيانا

جلد اٺون

(س-٢)

چيف ايڊيٽر ۽ نگرانِ اعليٰ

**پروفيسر ڊاڪٽر فهميده حسين**



سنڌي لئنگئيج اٿارٽي، حيدرآباد، سنڌ

2013ع

سنڌي لئنگئيج اٿارٽيءَ جي اشاعتي سلسلي جو ڪتاب نمبر- (199)

سنڌي لئنگئيج اٿارٽيءَ جا سڀ حق ۽ واسطا قائم

ڪتاب جو نالو: انسائيڪلوپيڊيا سنڌيانا، جلد اٺون (س-٢)
ڇاپو پهريون: سيپٽمبر 2013ع
ڇپيندڙ: پاڪيزه پرنٽرس، حيدرآباد، سنڌ
ڇپائيندڙ: سنڌي لئنگئيج اٿارٽي، حيدرآباد، سنڌ
تعداد: 1000
مُلهه: 1600/- روپيا

انسائيڪلوپيڊيا سنڌيانا جو جلد اٺون، سنڌي لئنگئيج اٿارٽيءَ جي سيڪريٽري، تاج جويي، اداري جي آفيس، حيدرآباد سنڌ مان ڇپائي پڌرو ڪيو.

Catalogue Reference

Encyclopaedia Sindhiana: Vol: VIII

Sindhi Language Authority,

Hyderabad, Sindh, Pakistan

ISBN: 978-969-625-000-5

Encyclopaedia Sindhiana: Volume: VIII



First Edition: September, 2013

Quantity: 1000

Price: Rs.1600/-

Printed by: Pakeeza Printers Hyderabad, Sindh.

Published by: Taj Joyo, Secretary, Sindhi Language Authority,
National Highway, Hyderabad, Sindh, Pakistan.
Phone: 92-22-9240050/53, Fax: 92-22-9240051

Website: www.sindhila.org, www.encyclopediasindhiana.org

E-mail: sindhila@yahoo.com, sindhianacell@gmail.com

‘ڊاڪٽر غلام علي الانا انسائيڪلوپيڊيا ريسرچ سينٽر’ ۾ ڪم ڪندڙ ريسرچر

علي نواز آريسر - زينت ياسمين چانڊيو- راسيه بشارت ميمڻ
سارنگ درس - دليپ ڪمار - سردار علي شاھ
شهباز منصور ڪنير - محمد حسن ميمڻ

مذهبي داخلائون

فيض محمد پتافي ‘سڪندري’

مختلف مواد موڪليندڙ مهربان

- ڊاڪٽر انور فگار هَڪڙو (جام شورو)
- قاضي محمد شوڪت قريشي (هالا)
- مخدوم سليم الله صديقي (حيدرآباد)
- محمد علي ڏيپلائي (حيدرآباد)
- اشتياق انصاري (حيدرآباد)
- نفيس احمد شيخ (حيدرآباد)
- نور محمد پٽو (حيدرآباد)
- اُستاد امير علي: راڳي (حيدرآباد)
- پروفيسر اعجاز علي شاھ (حيدرآباد)
- حافظ احمد الدين انڍڙ (حيدرآباد)
- جاويد احمد چاچڙ (حيدرآباد)
- ڊاڪٽر ڪمال جامڙو (ڪراچي)
- ستار پيرزادو (ڪراچي)
- طارق عزيز شيخ (ڪراچي)
- ڊاڪٽر محمد علي مانجھي (ٺٽو)
- ڊاڪٽر محمد اسماعيل ميمڻ (ٽنڊو باگو)
- پير ڪرم الله انصاري (ماتلي)
- فقير علي اڪبر ميمڻ (نورائي شريف)
- پروفيسر نور احمد جنجهي (مٺي)
- دليپ ڪوٺاري (مٺي)
- پارو مل امراڻي سوٿهڙ (ڇيلهار)
- ملڪ محسن خاصخيلي (ڪوٽ غلام محمد)
- محمد حسن وساڻ (سانگهڙ)
- استاد لغاري (ڪپرو)
- ڊاڪٽر غلام نبي سڌايو (جيڪب آباد)
- پروفيسر سرور سيف (پنو عاقل)
- عبدالله خان جيسر (لليا پتڻ، مورو)
- حڪيم غلام رسول لاڪو (مورو)
- ڊاڪٽر لياقت مگسي (دادو)
- عزيز رانجهاڻي (جوهي)
- محمد عرس اظهر سولنگي (دادو)
- خير محمد ٻرڙو (سيوهڻ)
- تابش بخاري (دادو)
- سيد فدا حسين شاھ (مٽياري)
- عبدالجبار ‘عبد’ (شڪارپور)
- احسان دانش (لاڙڪاڻو)
- رضوان گل (لاڙڪاڻو)
- غلام نبي ناشاد (خانواهڻ)
- اڙدو اترادي (ڪنڌڪوٽ)
- شبير حسن گبول (ڏهرڪي)
- پروفيسر فدا حسين مگٹهار (دادلوءِ)
- علي اڪبر جويو (قمبر)
- حاجي فقير محمد سومرو (هنگورجا)
- ممتاز تبسم شر (خيرپور ميرس)
- ماڻڪ ملاح (سڪرنڊ)
- ڊاڪٽر سرور خاصخيلي (نوابشاھ)
- محب لغاري (واڱڪي وسي)
- غلام مرتضيٰ ڪلوڙ (سراءِ/ پنو عاقل)

ان ڪانسواءِ سنڌي لئنگئيج اٿارٽيءَ جي علامه غلام مصطفيٰ قاسمي رسورس سينٽر (لائبريءَ) مان انسائيڪلوپيڊيا سنڌيانا لاءِ ڪتابي مدد ورتي وئي آهي.

گرافڪس ۽ ڪمپوزنگ

**تولارام سوٿهڙ - عرفان علي ميمڻ**

**رحيم پاشا خواجه - ناصر قاضي**

اشاعتي نگران

امين لغاري
ڊائريڪٽر پبليڪيشن ۽ پراڊڪشن بيورو

خان محمد جروار
انچارج پبليڪيشن آفيسر

مارڪيٽنگ شعبو

محمد ابراهيم ڪنير
مارڪيٽنگ مينيجر

فياض احمد ميمڻ
سيلز اسسٽنٽ

# ارپنا

شيخ اياز شڪارپور شهر کي هڪ ’ڪيفيت‘ سڏيو آهي، هن شهر سنڌي ٻولي، ادب ۽ شاعريءَ جي جيڪا خدمت ڪئي آهي، اُها سنڌ جي تاريخ وساري نہ ٿي سگهي. اُن ڪري ’انسائيڪلوپيڊيا سنڌيانا‘ جو هي اٺون جلد، شڪارپور جي هيٺين شخصيتن کي ارپجي ٿو:

**سامي (ڀائي چئنراءِ سامي):** جيڪو سنڌي شاعريءَ جي تمورتيءَ (شاهہ، سچل، سامي) جو هڪ اهم رتن آهي.

**عثمان علي انصاري:** جنهن سنڌي ادب، تعليم ۽ لطيفيات جي ميدان ۾ وڏيون خدمتون سرانجام ڏنيون.

**بولچند وسو مل راڄپال:** جنهن شڪارپور مان، 1932ع ۾ ’سنڌو‘ رسالو جاري ڪيو، جنهن ۾ شيخ اياز سڀ کان اڳ ڇپيو.

**شيخ اياز:** جنهن جديد سنڌي شاعريءَ جي ڪشنچند بيوس واري واٽ/ پيچري کي ’شاهراهہ‘ ۾ تبديل ڪيو.

**پوڪرداس ٿانورداس:** جنهن انگريز دَور ۾ سنڌيءَ ۾ ڇپائيءَ جو بنياد وڌو، 1898ع ۾ شڪارپور ۾ ’پوڪر پريس‘ قائم ڪئي ۽ اڌ صديءَ تائين سنڌي ادب جي اشاعت ۾ تاريخي ڪردار ادا ڪيو.

**پروفيسر لطف الله بدوي:** جنهن ’تذڪره لطفيءَ‘ جا ٽي ڀاڱا لکي، ’سنڌي ادب جي تاريخ‘ کي هڪ نئون موڙ ڏنو.

**گ. ل. ڏوڏيجا (گرڌاري لال لوڪرام ڏوڏيجا):** جنهن سنڌيءَ ۾ ’انسائيڪلوپيڊيا سنڌيڪا‘ 12 جلدن ۾ تيار ڪرڻ جي ابتدا ڪئي هئي، پر سندس محنت ۽ خواب ساڀيان جو روپ حاصل نہ ڪري سگهيا.

اڄ سنڌي لئنگئيج اٿارٽي، اُن خواب کي تڪميل جو روپ ڏئي چڪي آهي. باقي ڪي قدم ... ، باقي ڪي وکون .... !

- ادارو

# ناشر پاران

**انسائيڪلوپيڊيا سنڌيانا** جو اٺون جلد توهان سڄڻن جي هٿ ۾ آهي، جنهن ۾ پڻ ستين جلد وانگر 'س' اکر جا لفظ آهن. ان ڪري ان کي 'س-٢' جو جلد چيو ويو آهي. اها سپاڳي 'س' ئي آهي، جنهن سان اسان جي سونهاري 'سنڌ' جو نالو شروع ٿئي ٿو ان ڪري هن جلد جي داخلائن ڪانپوءِ به نائين جلد ۾ 'سنڌ' سان لاڳاپيل داخلائون شامل هونديون. اسان جو هي سنڌ ديس ايترو تہ قديم، عظيم، وسيع ۽ وشال آهي، جو ان جي قدامت، عظمت ۽ وسعت کي چند جلدن ۾ سميٽڻ ممڪن ئي ڪونهي، پوءِ بہ اسان ڪوشش ڪئي آهي تہ ان سان نسبت رکندڙ هر وڏي توڙي ننڍي شيءِ کي هن انسائيڪلوپيڊيا ۾ آڻي محفوظ ڪريون- ۽ ها جيڪڏهن ڪا شيءِ رهجي بہ وڃي تہ ايندڙ جلدن ۾ ضميمي طور شامل ڪريون، ۽ جي پوءِ بہ ڪا شيءِ رهجي وئي تہ اهڙو بندوبست بہ ڪيو اٿئون تہ هن اسڪيم کي مستقل طور قائم رکي ايندڙ جلدن ۾ نين داخلائن شامل ڪرڻ سان گڏ، پراڻين داخلائن کي وقتائتو (update) ڪرڻ جو سلسلو هلندو رهي.

پهرئين مرحلي ۾ هن **انسائيڪلوپيڊيا** جا سمورا جلد سنڌيءَ ۾ شايع ڪرڻ ڪانپوءِ ان کي اردو ۽ انگريزيءَ ۾ ترجمو ڪرڻ جي رٿا پڻ ٺاهي وئي آهي تہ جيئن سنڌين سان گڏوگڏ پاڪستان ۽ دنيا جي ماڻهن کي بہ سنڌ بابت مڪمل ڄاڻ پهچائجي. انهيءَ ڪانسواءِ انسائيڪلوپيڊيا سنڌيانا جي ويب سائيٽ تي آن لائين رکڻ لاءِ پهريون جلد مڪمل ڪرڻ ڪانپوءِ هاڻي ٻيو جلد بہ تياريءَ جي آخري مرحلي ۾ آهي، جيڪو بہ جلد آن لائين ڪيو ويندو ۽ ائين سمورا جلد ڪمپيوٽر تي ميسر ڪيا ويندا.

اسان تي تنقيد ڪرڻ وارا اڪثر اها ڳالهہ ڪندا آهن تہ هن اسڪيم جا 13 جلد مقرر وقت اندر ڇو نہ پورا ڪري سگهياسين. واقعي اسان کي اهو اندازو ئي ڪونہ هو تہ هي ڪيڏو وڏو ۽ وسيع ڪم آهي، ان کي ٽن سالن ۾ پورو ڪري ڇپائي پڌرو ڪرڻ تقريباً ناممڪن ٿيندو پر اسان پنهنجي جذبي جي سچائيءَ ۽ هانءَ جي ڏڍ تي اهڙي هام پري ويهي رهياسين، ۽ رٿيل ڪم بہ تقريباً پورو ڪري ورتوسين، پر رنگين ڇپائيءَ جا مرحلا ۽ پريسن جا معاملا ۽ مسئلا ايترا وقت طلب آهن، جو ڏينهن رات هڪ ڪرڻ جي باوجود سمورا جلد مقرر وقت اندر ڇپجي نہ سگهيا، پر جيئن تہ ان لاءِ مليل فنڊ قوم جي امانت آهن ۽ محفوظ آهن، ان ڪري واسطيدار ڊپارٽمينٽ کي هن رٿا جو مدو وڌائڻ لاءِ گذارش بہ ڪئي وئي آهي تہ صرف ڇپائيءَ جي مرحلن مان گذرڻ لاءِ اسان کي گهربل وقت ڏنو وڃي. اهو ئي سبب

آهي. جو انسائيڪلوپيڊيا سنڌيانا ريسرچ سينٽر ۾ ٻن شفٽن ۾ ڪم اجا جاري آهي. اسان جي مدي دوران ڪم پورو ٿي ويو ته واهه. نه ته اسان ڪانپوءِ اچڻ وارا انهن فنڊن مان ان کي مڪمل ڪري سگهندا.

اسان جي لاءِ اها خوشي ۽ فخر جي ڳالهه آهي ته سنڌي ٻوليءَ ۾ اعليٰ معيار جي ڀرين انسائيڪلوپيڊيا اچڻ سان اها بين الاقوامي سطح جي ٻين ٻولين سان ڪلهو ملائي بيٺي آهي.

ان سموري ڪاميابيءَ ۾ اسان جي ٽيم جي هرهڪ ڪارڪن ۽ خاص ڪري پروجيڪٽ ڊائريڪٽر محمد عثمان ميمڻ ۽ سيڪريٽري تاج جويو جو پيار جو پورهيو به شامل آهي. ان ڪري آءٌ اميد ٿي ڪريان ته نه صرف حال ۾، پر مستقبل ۾ به اسان جي هن ڪاوش کي تحسين جي نگاهه سان ڏٺو ويندو ۽ ان مان اتساهه وٺي اسان کان پوءِ اچڻ وارا پنهنجي منٺڙي ماءُ ٻوليءَ جو دامن ائين ئي ڀريندا رهندا. ۽ ائين هيءُ سلسلو هلندو رهندو. هڪڙا ويندا، ٻيا ايندا رهندا، پر سنڌ ۽ سنڌي ٻولي سدائين سلامت، سائي ستابي رهندي.

ڪمر ٻڌا ڪاپڙي سامي سيپئي،
هڪڙا ٻين کي، هليا ڏس ڏيئي،
سگڙيون سيپئي، وڃائي وات ٿيا!
(شاهه)

- ڊاڪٽر فهميده حسين
30 سيپٽمبر 2013ع

# ڏورينديون ڏسن...!

**انسائيڪلوپيڊيا سنڌيانا** جو هي ائون جلد اوهان جي هٿن ۾ آهي. هن جلد ۾ پڻ جلد ستين (س-1) وانگر 'س' اکر سان لاڳاپيل داخلائون ڏنيون ويون آهن. ان کي جلد ائون 'س-٢' ڪوٺيو ويو آهي. جڏهن ته جلد نائون 'سنڌ' پڻ 'س' اکر سان وابسته هوندو. اِن مان ڄاڻ پوي ٿي ته نه رڳو سنڌيءَ ۾ لغت جي حوالي سان 'س' اکر جي اٿاهه وسعت آهي، پر انسائيڪلوپيڊيا لاءِ پڻ 'س' سان لاڳاپيل اسم، ذاتيون، شخصيتون، ماڳ مڪان، وڻ، ٻوٽا، طب شناسي ۽ مختلف علمن سان وابسته شيون، گيت، هنر ۽ ايجادون وغيره وڏي تعداد ۾ ملن ٿيون. ڊاڪٽر فهميده حسين 'س' اکر کي سياڳو اکر سڏيندي آهي، جو سموريون سُٺايون اِن اکر سان وابسته آهن. ۽ هي جلد ائون پڻ جلد ستين ۽ ايندڙ جلد نائين سميت سنڌي ٻوليءَ جي سينڌ ۾ 'سياڳ جي سينڌور' وانگر چمڪندو رهندو.

**انسائيڪلوپيڊيا سنڌيانا** جو هي ائون جلد، اسان شڪارپور سان وابسته مهان شخصيتن: ڀائي چئنراءِ سامي، عثمان علي انصاري، ٻولچند وسو مل راجپال، شيخ اياز، پوڪرداس، پروفيسر لطف الله بدوي ۽ گ. ل. ڏوڏيجا کي ارپيو آهي.

**سامي:** سنڌي ويدانتي ۽ صوفي شاعريءَ جو شاهه لطيف ۽ سچل سرمست کان پوءِ وڏو نالو آهي، جنهن جو فڪر سنڌ ۾ ويدانت ۽ ڀڳتي ڌارا جو آخري اهم اهڃاڻ آهي.

**عثمان علي انصاري:** هن جا وڏا سهارنپور جا هئا، پر سندس جنم شڪارپور ۾ (1901ع) ٿيو. هن تعليم، ادب ۽ لطيفيات جي ميدان ۾ اهم خدمتون سرانجام ڏنيون. ورهاڱي کان اڳ سنڌي ادبي بورڊ جو سيڪريٽري رهيو ۽ جڏهن محمد ابراهيم جويو کي مارشل لا حڪومت سنڌ بدر ڪيو ته هن بورڊ جي اعزازي سيڪريٽريءَ جو عهدو سنڀاليو ۽ بورڊ لاءِ سندس لازوال خدمتون رهيون آهن. هن جو وڏو ڪارنامو 'شاهه جي رسالي' ۽ 'رسالي سچل سرمست' جي ترتيب آهي، جنهن ڪم کي ڊاڪٽر گربخشاڻيءَ واري ترتيب ڏنل شاهه جي رسالي کانپوءِ وڏي اهميت ڏني وڃي ٿي.

**ٻولچند وسو مل راجپال:** 1932ع ۾ شڪارپور مان ادبي رسالو 'سنڌو' جاري ڪيو جنهن ۾ سنڌ جا سمورا اُن وقت جا وڏا اديب ۽ اُهي اسرندڙ اديب، جيڪي اڳتي هلي وڏا اديب ۽ شاعر بڻيا، ڇپيا. ۽ سندن تخليقن سنڌ جي ادبي تاريخ ۾ اهو انقلاب آندو جو اڄ تحقيق، تاريخ، شاعريءَ ۽ ادب جي سمورين صنفن ۾ سنڌي ادب مالامال آهي.

**شيخ اياز:** ويهين، ايڪيهين ۽ الائي ڪيترين ايندڙ صدين جو سنڌي شاعريءَ جو مهان نالو اسان جي ماضيءَ جو آئينو حال ۽ مستقبل جو ترجمان ۽ نقيب شاعر آهي، جنهن سنڌي ٻولي ۽ شاعريءَ کي 'رنيڪوٽ' جهڙي مضبوط پناهگاهه ڏئي ڇڏي آهي.

پوڪرداس ٿانور داس: سنڌ جو اهو عظيم پبلشر هو جنهن اوائلي دور ۾ مختلف ڪاتبن کان سنڌي ڪتاب، ڪتابت ڪرائي، 'ليٿوگرافيءَ' ۾ 'شڪارپور پريس'، 'البرٽ پريس سکر' ۽ لاهور جي 'مفيد عام'، 'هندستان' ۽ 'آڪاشي رام' پريسن مان ڇپرايا. ۽ 1898ع ۾ پنهنجي پاڙي، نوشهري در، شڪارپور ۾ 'پوڪر پريس' قائم ڪيائين. جنهن جو اڳتي هلي نالو بدلائي 'سنڌ پرنٽنگ پريس، نوشهرو در۔ شڪارپور' رکيائين. هن پنهنجي ڇاپخاني ذريعي اڌ صديءَ تائين سنڌي ڪتاب ڇپايا ۽ سنڌي ادب جي اشاعت جي تاريخ ۾ پنهنجو نالو ڪڍيو. پير علي محمد راشديءَ لکيو آهي ته، "جيڪڏهن سنڌي زبان اڄ تائين زندهه آهي ته ان جو هڪ سبب پوڪرداس جو ڇاپخانو آهي."

**پروفيسر لطف الله بدوي:** جيڪڏهن 'تذڪره لطفيءَ' جا ٽي جلد نه لکي ها ته 'سنڌي ادب جي تاريخ' بابت ڪانئس پوءِ لکندڙ ليکڪن کي وڏي جاکوڙ ڪرڻي پوي ها. هن شخص خانبهادر محمد صديق ميمڻ وانگر، سنڌي ادب جي تاريخ جا 'خد و خال' ترتيب ڏنا ۽ پونين سمورن ادبي مؤرخن سندس ئي قدمن تي هلي، 'سنڌي ادب جي تاريخ' کي تڪميل طرف وٺي وڃڻ لاءِ وکون وڌايون آهن.

**گ. ل. ڏوڏيجا**، نامياري ليکڪ ۽ اديب لوڪرام ڏوڏيجا جو فرزند آهي. تازو شيخ اياز جي ادبي ذخيري کي سندس ڏوهٽن۔ روحل ۽ سرمد۔ جي موجودگيءَ ۾ اُتلائيندي، هن اديب جو هڪ خط هٿ آيو جنهن ۾ هن شيخ اياز کي پنهنجو تعارف هن ريت ڪرايو آهي:

"ديوان پيسو مل ڏوڏيجا جي پٽ شري لوڪرام جي گهر ۾ منهنجو جنم ٿيو. ماءُ، ڇٽي رمندي رهي ته پاسي وارين ٻڪرار ماتائن جي کير تي پليس. شايد اهو به ڪارڻ هجي وطن لاءِ حب سرس هجڻ جو. جنوني ناهيان، پر شڪارپور جي مٽيءَ ۾ الائي ڇا هي، جو اُن جو نالو ٻُڌڻ سان ئي سُڌ ٻُڌ کوهي ڇڏيندو آهيان... خير آءُ انجنيئر هوندي اباڻي ڪِرت، 'پني جي ڪِرت' ۾ آهيان، پر پهريون ۽ پوبون پيار 'ساٽيهه جا سڏڪا' ئي آهن. منهنجا 25۔ 26 ڪتاب ڇپيل آهن.... منهنجو پتا (لوڪرام ڏوڏيجا) مهان ليکڪ هئا.... سالن جي لڳاتار ڪوشش ۽ مڪمل سهڪار ڏيئي، هنن کان 'منهنجو وطن' ۽ 'منهنجو شهر' جهڙا شهڪار لکرايم ۽ بيو 'پرڪاش گرافي' ڇپائيءَ جي ڪوجنا پنهنجي پٽن جي سهڪار سان ڪرائڻ، ڪامپيوٽر رستي سنڌي ڇپائيءَ جو پارت ۾ پايو وجهندڙ اسان ئي آهيون."

ان کانپوءِ گ. ل. ڏوڏيجا **'سنڌيءَ ۾ انسائيڪلوپيڊيا'** بابت اياز کي لکي ٿو:

"باقي هڪ يوجنا (رٿا) سالن کان من ۾ آهي، اُها جي پوري ڪري سگهان يا ڪنهن اسٽيج تي آڻي سگهان ته پوءِ بي ڦرني هن دنيا کي ڇڏڻ ۾ ڪا هڇڪ نه ٿئي: **'انسائيڪلوپيڊيا سنڌيڪا'**. سنڌ، سنڌي ۽ سنڌيت جي مڪمل ڄاڻ، درجن کن واليومس ۾ ۽ انگريزي۔ هندي۔ سنڌي ٽنهي ٻولين ۾۔ اهو پراجيڪٽ جي پورو ڪري سگهان، ته اُن لاءِ توهان ۽ ٻين سنڌي سڄاڻ سدورن جو سهڪار کپندو آهي ته جيئن سنڌ جي باري ۾ ڄاڻڻ جوڳين ڳالهين کي ڪٺو ڪرڻ ۾ مدد ٿي سگهي. ڪتاب، دستخط، فوٽا، چٽر وغيره، جيڪي به سانڍي رکڻ جوڳا هوندا. ٻوني ۾ خاص اُن لاءِ جڳهه به وٺي رکي آهي. هتي سيئي گهٽو ٽٽو پاڻ ۾ ئي پورا آهن. سنڌ جي باري ۾ سوچڻ ۽ لکڻ لاءِ پبلسٽي ڪيتري ملندي، شخصي اميج سنڌيت مٿان ڪيئن حاوي پوندو، سو جي ٿئي ته ٺيڪ، نه ته هنن کي ڪائي دلچسپي ڪونهي. اُن ڪري وس پُڄندي اڪيلو ئي ڪم ڪرڻو آهي. برابر ڪم اڪيلي جي وت کان ٻاهر آهي، پوءِ به ڪوشش ته پوري صدق سان ڪرڻي آهي. ... "انسائيڪلوپيڊيا" (جي تياريءَ کان سواءِ) آرڪائيوز (archives) ۾ به بهتر رچنائون سانڍي رکڻ جي يوجنا آهي. ان لاءِ مون ڪامپيوٽر ۾ دستخط يا اڳ ڇپيل ساهت ڪٺو ڪرڻ شروع ڪيو آهي... "

اڄ اهي شخصيتون زنده نه آهن، پر سندن ادبي مقام، 'سنڌ جي ادبي تاريخ' ۾ قائم ۽ دائم آهي.

حيرت جي ڳالهہ آهي تہ گ. ل. ڏوڏيجا، سنڌيءَ ۾ ٻارهن جلدن تي مشتمل انسائيڪلوپيڊيا ۽ انهن جي انگريزي ۽ هندي ايڊيشن بابت سوچ ويچار ڪئي هئي ۽ شيخ اياز کان ان مد ۾ مدد پڻ گهُري هئي. هِن انهيءَ ڪم جي ضرور ابتدا ڪئي هوندي ۽ سندس ان ڪم لاءِ مخصوص ڪيل جاءِ ۽ سندس ڪمپيوٽر ۾ محفوظ مواد سندس پونيرن وٽ ضرور موجود هوندو جنهن تائين شايد اسان جي پهچ نہ ٿي سگهي. بهرحال، اسان کي اطمينان آهي تہ هن جاکوڙي شخص جنهن سپني کي 1990ع ۾ ساڀيان جو روپ ڏيڻ چاهيو هو اُن جي تڪميل سندس ماتر ڀوميءَ سنڌ ۾ 1991ع ۾ قائم ٿيل ادارو 'سنڌي لئنگئيج اٿارٽي' ڪري رهيو آهي، ۽ پڪ اٿئون تہ سرڳواسي گ. ل. ڏوڏيجا جو روح اَوس خوش ٿيندو هوندو ڇو تہ هُن نہ سهي، پر سندس ٻوليءَ جي ٻن خادمن- ڊاڪٽر فهميده حسين ۽ تاج جويي- **'انسائيڪلوپيڊيا سنڌيڪا'** کي **'انسائيڪلوپيڊيا سنڌيانا'** جي نالي سان مڪمل ڪرڻ جو عزم ڪيو آهي- ۽ ساڍن ڇئن سالن جي مختصر عرصي ۾ اُن جا اٺ جلد پڻ ڇپائي ورتا آهن، ۽ رهيل جلدن جو بہ 60 سيڪڙو ڪم مڪمل ڪري ورتو آهي. اسان سنڌي ٻوليءَ جا ٻئي خادم هن اداري ۾ ڪيترو وقت رهون ٿا، اُن جي اسان کي پڪ نہ آهي، پر اسان کي اهو ويساهہ ضرور آهي تہ هي ڪم اسان جي هوندي، يا اسان کان پوءِ، اوس مڪمل ٿيندو ۽ اسان اُن مد ۾ اداري اندر ايترو مالي سرمايو ۽ افرادي سگهہ ڇڏي ويندا سون، جو هيءَ رٿا ضرور مڪمل ٿيندي. ان کانسواءِ هن رٿا جي انگريزي ۽ اردوءَ ۾ ترجمي جي PC-1 پڻ تيار ڪري 'ثقافت کاتي' معرفت سنڌ سرڪار ڏي موڪلي رهيا آهيون تہ جيئن گهٽ ۾ گهٽ نج سنڌ وارو مواد ترجمو ٿي دنيا تائين پهچي.

آءٌ آخر ۾ پنهنجي رفيق ۽ همڪار محمد عثمان ميمڻ، گرافڪس ڊزائينرن: تولارام سوٿهڙ ۽ عرفان علي ميمڻ توڙي انسائيڪلوپيڊيا سنڌيانا ريسرچ سينٽر ۾ ڪم ڪندڙ سمورن ڪارڪنن جو نيائي صائم يوسف بلوچ سميت، ٿورائتو آهيان، جن هن تاريخي ڪم ۾ منهنجون هدايتون ۽ دڙڪا برداشت ڪيا- ۽ ڪم کي هر طرح مڪمل ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. ڪين هن محنت جا پاڙا ڏٺي پاڪ ڏيندو ۽ سنڌي قوم ضرور سندن قدر ڪندي!

ڏورينديون ڏسن، اگھڻ عجيبن جا!
(شاهہ)

**- تاج جويو**

30 سيپٽمبر 2013ع

ا ب ڀ ت ٿ ٽ ث پ

ج ڄ جھ ڃ چ ح خ د ڌ ڊ

ڍ ذ ر ڙ ز س ش ص ض ط ظ

ع غ ف ڦ ق ڪ ک گ ڳ گھ

ڱ ل م ن ڻ و ھ ء ي

# اِنسائيڪلوپيڊيا سنڌيانا

جلد اٺون (س-٢)

## فهرست



✸ وضاحت: جلد ستين 'س-١' ۾، 'س' اکر سان شروع ٿيندڙ داخلائون 'سوچ جا پاڇا' تي ختم ٿيون هيون. پر جلد اٺين (س – ٢) تيار ڪندي، ڪافي اهڙيون نيون داخلائون مليون، جيڪي 'سا' کان 'سو' تائين هيون، اُن ڪري اُنهن کي 'ضميمي' يا 'اضافيات' ۾ ڏيڻ بدران ابتدا کان وٺي هن جلد ۾ ڏنو ويو آهي. (ايڊيٽر)



نالو : صاحب خان ميراڻي
ولد : بهادر علي
ادبي نالو : سورھ ميراڻي
جنم : 08.04.1975
جنم هنڌ : ڳوٺ ڪيڙو، تعلقہ رتوديرو، ضلعو لاڙڪاڻو.
حال ائڊريس : غريب آباد محلہ، نئون ديرو. تعلقو رتوديرو.
تعليم : M.A سنڌي
ڪرت : اسسٽنٽ سب انسپيڪٽر آف سنڌ پوليس

**اڻ ڇپيل ڪتاب**

ڏرتيءَ جا رکوالا (ٻارن لاءِ ناول) 1990ع
سائر سهس ڳجن (شاعري) 2021ع
برھ منجھارا بوند (شاعري) 2022ع
صاحب ديوان سنڌي شاعر (تحقيق) اڻ مڪمل

موبائل نمبر : 0344 – 3919786
0300 – 3404488
اي ميل : sahibkhanmirani0@gmail.com

# س

**ساجد سرشاري، صوفي**: صوفي ساجد سرشاريءَ جو اصل نالو دوست محمد ولد ولي محمد سمو، قادري ۽ تخلص 'ساجد' هو. هن 15 اپريل 1922ع تي ڪراچيءَ ۾ جنم ورتو. سندس وڏو بزرگ مخدوم طالب الله قادري ٺٽي جو رهاڪو هو، ٺٽي جا اڪثر عالم ۽ سادات مخدوم طالب الله جا مريد هئا.



هن قرآن شريف جي تعليم سيد مبين شاهه جي خاندان جي ساداتن کان حاصل ڪئي. فارسي تعليم پنهنجي خاندان جي بزرگ عورتن وٽان حاصل ڪيائين. سنڌي پرائمري ڪراچيءَ ۾ پڙهيو. هي نوجوانيءَ واري دور ۾ علامہ عنايت الله مشرقيءَ جي خاڪسار تحريڪ کان گهڻو متاثر ٿيو ۽ ان جو سرگرم ڪارڪن رهيو. آزاديءَ جي هلچل ۾ ساڍا ڇهه مهينا ملتان جيل ۾ رهيو.

شاعريءَ ۾ الهه بخش 'سرشار' عقيليءَ جو شاگرد رهيو ۽ ان نسبت سان پاڻ کي سرشاري سڏايائين. صوفي ساجد سرشاري طريقت ۽ معرفت جي سلسلي ۾ صوفي نصير محمد جلالانيءَ جي هٿ تي بيعت ڪئي، جيڪو درگاهه جهوڪ شريف جي سجاده نشين صوفي عبدالستار (اول) جو مريد ۽ وڏو خليفو هو. صوفي عبدالستار (ثاني) جو ساجد سرشاريءَ سان گهڻو قرب هوندو هو. هي ميلي ۾ يا ٻين ڏهاڙن تي باقاعدگيءَ سان جهوڪ شريف ۾ حاضري ڀريندو هو. استاد سرشار عقيليءَ درگاهه جهوڪ شريف سان سندس عقيدت ڏسي هڪ ڀيري کيس 'صوفي' سڏيو ۽ ان کانپوءِ هي 'صوفي ساجد سرشاري' سڏائڻ لڳو.

ساجد سرشاري سڄي زندگي مشهوريءَ کان پري رهيو ۽ سنڌي شعر و ادب جي خدمت ڪندو رهيو. سنڌي ادب ۾ شاعريءَ سان عشق هُئس، جنهنڪري ڪراچيءَ جي ادبي تنظيمن ۽ مشاعرن ۾ سرگرم رهيو. جميعت الشعراءِ سنڌ ۽ سنڌي ادبي سنگت ڪراچيءَ سان سندس گهرو واسطو رهيو. ساجد سرشاري پنهنجي وقت جو بهترين شاعر هو. غزل، نظم، قطعي ۽ ٻين صنفن تي طبع آزمائي ڪيائين. سندس شاعريءَ ۾ مجاز کان وڌيڪ تصوف جو رنگ نمايان آهي.

ساجد سرشاريءَ جي دوستن جو حلقو تمام وسيع هو جن ۾ مخدوم محمد زمان طالب المولیٰ، ڊاڪٽر شيخ ابراهيم خليل، لطف الله بدوي، احسان بدوي، پير حسام الدين شاهه راشدي، پير علي محمد شاهه راشدي، حافظ محمد احسن چنا، سردار علي شاهه ذاڪر، محمد جمن هالو، قاضي عبدالحئي قائل سرشاري، الحاج رحيم بخش قمر، علامہ غلام مصطفیٰ قاسمي ۽ الله بخش سرشار عقيليءَ جا نالا قابل ذڪر آهن.

صوفي ساجد سرشاري، 30 ربيع الاول 1417هه/ 16 آگسٽ 1996ع جمعي جي ڏينهن ڪراچيءَ ۾ وفات ڪئي، سندس وصيت موجب کيس جهوڪ شريف ۾ شاهه عنايت شهيد جي درگاهه جي احاطي ۾ دفنايو ويو.

**ساڌُبيلو گردوارو (سکر)**: سک مت جو هيءُ ڌرمي آستان، روهڙيءَ ۽ سکر جي وچ واري درياهي وهڪري اندر هڪ ٻيٽ تي واقع آهي. روهڙيءَ جي پُل پار ڪندي درياهه جي وهڪري سان گڏ هڪ رستو



سکر ڏانهن وڃي ٿو. هن رستي تان ويندي ڪاهي پاسي کان وڻن جي جهڳٽي اندر هڪ عاليشان ۽ وڏي عمارت نظر ايندي آهي، جنهن کي 'ساڌُبيلو' چيو وڃي ٿو. هن جاءِ تي صرف ٻيڙيءَ ذريعي پهچي سگهجي ٿو ٻيڙي، عمارت جي مکيہ دروازي سان وڃي لڳندي آهي. جتان ڪشادي هال جي ڪاهي پاسي اڇي سنگ مرمر سان تعمير ٿيل هڪ عاليشان ۽ خوبصورت عمارت موجود آهي. هي ئي اهو آستان آهي، جتي گرونانڪ ساڌن کي سک مت جي تعليم ڏني. گردواري جي هن عمارت کي 'ڌرم مندر' به چيو وڃي ٿو. ساڌبيلي جي وسيع ٻيٽ تي ٻيا به ڪيترائي مندر ۽ 'اُداسي' ساڌن جون سماڌيون آهن. پر هيءَ عمارت پنهنجي دلڪش طرز تعمير سبب نمايان حيثيت جي حامل آهي.

هيءَ ٻہ منزلہ عمارت مجموعي طور اڇي رنگ سان ٻن حصن ۾ ورهايل آهي، جنهن ۾ هڪ وڏو ورانڊو ۽ اندريون هال آهي. ورانڊي ۾ داخل ٿيڻ لاءِ ونگائون لنگهہ آهي، اڳڻ طرف ٻاهرين پٽ سان مٿين منزل وٽ ٻاهرين طرف نڪتل ڇڄي تي به پالڪيون (ٿوري وٿيءَ تي هڪٻئي سان ڳنڍيل) ٺهيل آهن. جن جي مٿان ڇٽيءَ نما ڪنڊائتي ڇت ۽ آسپاس کان باريڪ ڄاريون نصب آهن. پالڪيءَ جي وچ تي ونگائين

دري آهي، جنهن جي ونگ تي سپ جي موتين جو نمونو ڏنل آهي. موتين جو ساڳيو نمونو پالڪيءَ جي مخروطي ڇت جي اڳين ڪناري تي به ڏنل آهي. پالڪين جي اڳ واري حصي ۾ هيٺينءَ ۽ هيٺين طرف سيمينٽ جي جهالر ڏنل آهي. وراندي جي مکيه لنگهه جي پرپاسي واري پٽ تي گلن جا خوبصورت نقش اُڪريل آهن. ڪابي پاسي واري پٽ جي وچ تي ’بابا بنڪنڊي مهاراج جي دربار‘ نالي جو ڪتبو لڳل آهي. وراندي جي مکيه لنگهه جي بلڪل سامهون اندرئين هال جو لنگهه آهي، جيڪو ٻاهرئين لنگهه جي مقابلي ۾ ننڍو ۽ گهٽ ويڪر وارو آهي. اندرئين لنگهه مٿان مختلف رنگن سان چٽسالي ٿيل آهي، لنگهه جي ٻنهي پاسن کان در ۽ انهن مٿان هڪ هڪ ڄاري نصب آهي. مٿئين هال جي ڇت تي هڪ فوٽ جي ٻني سان ڇوڙاري سيمينٽ جون ڄاريون لڳل آهن. هن عمارت کان تقريباً اڌ ڪلوميٽر جي پنڌ تي هڪ لائبرري آهي، عام طور هي عمارت گردواري کان وڌيڪ مندر طور سڃاتي وڃي ٿي. هن مندر/ گردواري ۾ اداسي ساڌو، گرو بابا جي مورتيءَ جي پوڄا سان گڏ هر روز گرو گرنٿ صاحب جو پاٺ به ڪندا آهن. هتي نانڪ پنٿي سک وڏي انگ ۾ اچي مذهبي رسمن ۾ شريڪ ٿيندا آهن. خاص ڪري ڏياري ۽ جنم اشٽميءَ جي موقعي تي هتي ميلو لڳندو آهي. ميلي دوران سکن جي سنگت به جڙندي آهي. سک پنهنجي مذهبي رسم مطابق سنڌو درياهه ۾ سِنان ڪن ٿا. موجوده وقت ۾ هن گردواري جي سار سنڀال سنڌ حڪومت جي اوقاف کاتي جي ذمي آهي.

**ساروٽيون (ڪتاب):** هي ڪتاب مشهور ڪهاڻيڪار ۽ نقاد، ڊاڪٽر قاضي خادم جي ساروٽين تي مشتمل آهي. سنڌس يادگيرين تي لکيل پهرئين ڪتاب ’دل جي دفتر مان‘ (جنهن کي سنڌي لئنگئيج اٿارٽيءَ طرفان بهترين سوانحي ادب ۽ اڪيڊمي آف ليٽرس طرفان شاهه عبداللطيف اوارڊ ڏنو ويو) جي ڪامياب اشاعت ڪانپوءِ هي سنڌس ٻيو ڪتاب آهي. هي يادن جو هڪ اڻٽٽ سلسلو آهي، جيڪو قاضي خادم مسلسل قلمبند ڪري رهيو آهي. يادگيرين جي هن نئين ڪتاب ۾ قاضي صاحب جي خاندان سان لاڳاپيل هالا پراڻا ۽ حيدرآباد جي باري ۾ يادگيرين جو مواد ڪجهه سوايو آهي. ان ڪري هن ڪتاب ۾ اسان کي سنڌ، خاص ڪري حيدرآباد ۽ هالا پراڻا جي جيئرن جاڳندڙ انسانن جي سماجي زندگيءَ جو احوال ملي ٿو. قاضي صاحب جو چوڻ آهي ته ’دل جي دفتر مان‘ (ڪتاب) ڪانپوءِ هالا پراڻا جي نئين جنريشن ڪيس سڃاڻڻ لڳي آهي. هن ڪتاب مون کي پنهنجي ڳوٺ هالا پراڻا ۽ هالا پراڻا جي قاضي محلي ۾ ميتا ڏياري، جيڪا منهنجي قلمي ۽ فڪري پورهئي جو سڀ کان وڏو اعزاز آهي. آءٌ چئي سگهان ٿو ته منهنجي گهر وارا هن ڪتاب ڪانپوءِ مون کي سڃاڻي سگهيا آهن ۽ مون کي فخر آهي ته ڪو به ائين نه ٿو چئي سگهي ته مون پنهنجي ماضيءَ جي باري ۾ جيڪي لکيو آهي، تنهن ۾ ترجيتري ڪوڙ آهي. اهو ئي فخر جو احساس منهنجي سڄيءَ زندگيءَ جو حاصل آهي. قاضي صاحب وڌيڪ لکي ٿو ته ساروٽيون به جيئريون جاڳنديون يادون آهن ۽ جيئن ته يادن ۾ خوابن کي ايڊٽ نه ٿو ڪري سگهجي، تنهنڪري اهي بنا ايڊٽ ڪئي يا ترتيب ڏني، جيئن ۽ جڏهن ذهن ۾ آيون آهن، تيئن اوريجنل شڪل ۾ قلمبند ڪري شايع ڪري رهيو آهيان.




ڊيمي سائيز جي 328 صفحن ۽ ڪيترين ئي رنگين ۽ بليڪ اينڊ وائيٽ تصويرن سان سينگاريل هي ڪتاب ڪويتا پبليڪيشن، حيدرآباد، 2009ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو. پڪي جلد واري هن خوبصورت ڪتاب جي قيمت 350 روپيا آهي.

**ساره انصاري، ڊاڪٽر:** برطانوي اسڪالر ۽ لنڊن يونيورسٽيءَ (Royal Holloway University of London) جي پروفيسر ۽ ريڊر، تاريخ جي شعبي جي سربراهه آهي. سنڌس تحقيق جو خاص موضوع ڏکڻ ايشيا جي موجوده تاريخ آهي، خاص ڪري انهن علائقن بابت سنڌس تحقيق اهم آهي، جيڪي هاڻي پاڪستان ۾ شامل آهن. سنڌس تحقيق جو دائرو توڙي مرڪز سنڌ آهي، جنهن ۾ خاص طور ڪراچيءَ ۾ ورهاڱي ڪانپوءِ عام ماڻهن ۽ رياست جي وچ ۾ تعلقات تي سنڌس نظر رهي آهي ۽ ان ڏس ۾ ڪيترائي مقالا لکي چڪي آهي. سنڌ بابت سنڌس ڪتاب ۽ ڪي مقالا هن ريت آهن:



(1) Political Legacies of Pre- 1947 Sindh (1991)

(2) Sufi Saints and State Power, The Pirs of Sind 1843-1947 (1992)

(3) Punjabis in Sind- Identity and Power (1995)

(4) Partition, Migration and Refugees- Responses to the arrival of Muhajirs in Sind after 1947 (1998)

(5) The Sind Blue Books of 1843-1844- The Political Laundering of Historical Evidence (2005)

(6) Life after Partition: Migration Community and Strife in Sindh 1947-1962 (2005)

(7) Mc Murdors Account of Sindh- An Introduction (2008)

ڊاڪٽر ساره انصاريءَ ڊاڪٽر اينيمري شمل کان تمام گهڻو متاثر ٿي ۽ ڪيس ڏکڻ ايشيا خاص ڪري سنڌ جي صوفي سلسلن ۾ دلچسپي پيدا ٿي.

2009ع ۾، جنوريءَ جي مهيني ۾، ڊاڪٽر ساره انصاريءَ، سنڌي لئنگئيج اٿارٽيءَ جي هال ۾ سنڌ ايجوڪيشن ٽرسٽ پاران ليڪچر پڻ ڏنو هو. جنهن جو عنوان سنڌ جي تاريخ هو. 2011ع ۾ لنڊن جي اسڪول آف اورينٽل اينڊ افريقن اسٽڊيز ۾ پڻ هوءَ سنڌ ۾ قومپرستيءَ جي موضوع تي ليڪچر ڏئي چڪي آهي.

سنڌس تحقيق جو مرڪز جديد سنڌ جي تاريخ آهي. سنڌس هڪ ڪتاب 'Sufi Saints and State Power, The Pirs of Sind' جو ترجمو حسين بادشاهه سومري 'سنڌ جا پير ۽ برطانوي راڄ' عنوان سان ڪيو آهي، جيڪو ڪتاب روشني پبليڪيشن، ڪنڊياري، 2008ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو آهي.

**ساگر ڏهراج**: شاعر ۽ اديب ساگر ڏهراج جو اصل نالو نبي بخش ولد لونگ خان ڏهراج آهي. هن جو جنم ٽنڊي آدم شهر ۾ 3 آگسٽ 1962ع تي ٿيو. ابتدائي پنج درجا گورنمينٽ سنڌي (مئن) پرائمري اسڪول ٽنڊي آدم مان پڙهي، مئٽرڪ 1977ع ۾ گورنمينٽ شاهه عبداللطيف هاءِ اسڪول ٽنڊي آدم مان ڪيائين. گرئجوئيشن نيو عليگڙهه ڪاليج ٽنڊي آدم مان ڪري، ايم.اي (پوليٽيڪل سائنس ۾) 1986ع ۾ سنڌ يونيورسٽي ڄام شوري مان ڪيائين.



ساگر ڏهراج کي ابتدا کان وٺي لکڻ پڙهڻ ۽ ادبي ڪتابن سان دلچسپي رهي آهي. هو فڪري طرح شاهه لطيف ۽ جي. ايم. سيد کان متاثر رهيو آهي. هن 1975ع ۾ جيئي سنڌ اسٽوڊنٽس فيڊريشن ۾ شرڪت ڪئي ۽ اڄ تائين قومي تحريڪ سان لاڳاپيل آهي. سنڌي ادبي سنگت ٽنڊي آدم سان 1980ع واري ڏهاڪي ۾ وابسته ٿيو. ان ڏس ۾ پروفيسر سيد محسن علي شاهه بخاري، عبدالله خان ورياهه، ڪامريڊ حبيب الله ملوڪاڻي ۽ ٻيا سنڌس ساٿي رهيا.

هن ويهارو کن ڪهاڻيون لکيون آهن. سنڌس ڪهاڻي 'ناچڻيءَ' وڏي مقبوليت ماڻي. سنڌس ڪالم، مضمون ۽ ڊائريءَ جا ورق مختلف اخبارن ۽ رسالن ۾ ڇپجي چڪا آهن.

ادبي کيتر ۾ هن ڪيترا ادبي پروگرام ڪرايا آهن. سنڌي ادبي سنگت ٽنڊي آدم جو ٻه ڀيرا سيڪريٽري رهي چڪو آهي.

ادبي ميدان ۾ نالي واري ليک ڪئپٽن ڊاڪٽر عاشق حسين احمداڻي (ڊاڪٽر عاشق البدوي) سان گڏجي ٽنڊي آدم ۾ 'پدم پبليڪيشن' جو بنياد وڌائين ۽ ان اداري پاران ٻه ڪتاب: (1) 'دنيا جون چونڊ شاهڪار ڪهاڻيون' (مترجم ڊاڪٽر عاشق البدوي) 1980ع ۾ ۽ (2) ٻيو ڪتاب 'ڄمڙي جون بيماريون' (جلد ڀريون) 1980ع ۾ ڇپائي پڌرا ڪيائين. ان دوران ادبي دوستن سان گڏجي 'سانگيڙا پبليڪيشن' ۽ ڪنول پبليڪيشن ٽنڊي آدم جو باني ميمبر رهيو آهي، جن ادارن پاران ڪيترا ڪتاب ڇپائي چڪو آهي.

ساگر ڏهراج، سنڌي ادبي سنگت ٽنڊي آدم جي 'سڏ' پرچي جو بانيڪار، استاد منظور علي خان يادگار اڪيڊمي ٽنڊي آدم جو ميمبر ۽ شيخ اياز مزار ڪميٽيءَ جو سيٺ گاگنداس پٽ شاهه واري سان گڏ ميمبر آهي ۽ هر سال شيخ اياز جي ورسيءَ جي موقعي تي ٽينڊڙ پروگرامن ۾ سهڪاري رهندو آهي. سماجي حوالي سان 'سنڌ فورم' اداري سان وابسته آهي، جنهن طرفان سماجي ڪمن ۽ ثقافتي ڪمن ۾ هميشه اڳيرو رهيو آهي. 'سوشل واچ ۽ ويلفيئر ڊيولپمينٽ' ٽنڊي آدم جو شريڪ باني آهي، جيڪا تنظيم سماجي ڪمن سان گڏ تعليم جي ميدان ۾ ڪم ڪري ٿي. خاص ڪري جن اسڪولن ۾ سنڌي نه ٿي پڙهائي وڃي، اُتي والدين ۽ شهرين جا وفد وٺي سنڌي پڙهائڻ لاءِ دٻاءُ وجهندو رهندو آهي. هن قومي دانشور عبدالواحد آريسر جي جيل ڊائري 'اسان جيئڻ جيئي ڪو' نالي سان 1998ع ۾ 'پتائي ڪميونيڪيشن ٽنڊي آدم' پاران ڇپائي پڌري ڪئي، جنهن هند ۽ سنڌ ۾ وڏي مقبوليت ماڻي.

ساگر ڏهراج ادبي ميدان جو اڻٿڪ ڪارڪن آهي. ايف. ايم 91 ٽنڊي آدم تان ادبي پروگرام پيش ڪندو آهي، گڏوگڏ نيوز ڪاسٽر جا فرض پڻ سرانجام ڏئي رهيو آهي.

**سانگين سنيارون (ڪتاب)**: هي ڪتاب عنايت بلوچ جو سهيڙيل آهي، جنهن ۾ مرتب، ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ ڏانهن لکيل خط ۽ ڪن خطن جا جواب ترتيب ڏنا آهن. هن ڪتاب ۾ اهل علم اديبن، شاعرن ۽ مختلف اهم شخصيتن پاران لکيل خط شامل ڪيا ويا آهن. انهيءَ ڪري هي ڪتاب سنڌي ادب ۽ تاريخ ۾ گهڻي اهميت وارو آهي. هن ڪتاب ۾ تقريباً 200 خط شامل آهن.




ڊيمي سائيز جي 292 صفحن تي مشتمل هي ڪتاب ڊاڪٽر اين. اي. بلوچ انسٽيٽيوٽ فار هيريٽيج ريسرچ طرفان 2013ع ۾ شايع ٿي چڪو آهي. جنهن جي قيمت 300 روپيا ڄاڻايل آهي.

**ساهو مل موتي رام نگاڻي**: ٿرپارڪر جي مشهور استاد ساهو مل نگاڻي، ڳوٺ ڪانڪيي، تعلقي ڇاڇري، ضلعي ٿرپارڪر ۾، 8 اپريل 1924ع تي، هڪ غريب مينگهواڙ گهراڻي ۾ جنم ورتو. ساهو مل جا پرائمريءَ دوران گل محمد رند ۽ شير محمد رند استاد رهيا. هن 1942ع ۾ سنڌي فائنل جو امتحان امتيازي نمبرن سان پاس ڪيو. سنڌس پهرين مقرري 25 آڪٽوبر 1943ع تي پرائمري ماستريءَ طور گورنمينٽ



پرائمري اسڪول ڪاڻ، تعلقي ميرپورخاص ۾ ٿي، جتي پاڻ ۽ سندس گهر واري دادي لالي بائي گڏجي ڪجهه وقت لاءِ ٻارن کي تعليم ڏني. ان ڪانپوءِ مختلف اسڪولن ۾ پنهنجا فرض ايمانداريءَ سان بجا آڻيندي، ماستر ساهو مل نگاڻي، 20 سيپٽمبر 1956ع تي ٽنڊي محمد خان جي گورنمينٽ پرائمري اسڪول ۾ دخلڪار ٿيو جتي لڳاتار 24 سالن تائين تعليمي خدمتون سرانجام ڏنائين. هن مينگهواڙن ۽ ٻين پٺتي پيل ذاتين جي هزارين نوجوانن ۽ نياڻين کي تعليم جي زيور سان آراسته ڪيو. ڪجهه وقت لاءِ ٽنڊي جان محمد جي گورنمينٽ پرائمري اسڪول جو هيڊماستر پڻ ٿي رهيو. 22 ڊسمبر 1980ع تي رضاڪارانه طور رٽائر ڪيائين. سندس شمار ٿرپارڪر ضلعي جي ايماندار، فرض شناس، ذهين ۽ محنتي استادن ۾ ٿئي ٿو. اڄ به اعليٰ عهدن تي پهتل سندس شاگرد ڪيس وساري نه سگهيا آهن.

ٿرپارڪر ضلعي جي هن محنتي استاد ساهو مل نگاڻيءَ، 6 مئي 2009ع تي وفات ڪئي ۽ چيلهار ۾، پنهنجي گهرواريءَ جي پير ۾ ابدي آرامي آهي.

**سائل خواجو:** ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ پنهنجي ڪتاب 'ٽيهه اکريون' (ڀاڱو ٻيو) ۾ سائل خواجي بابت ڄاڻائي ٿو ته: "خواجه حافظ سليمان التخلص سائل ڳوٺ کهڙا ضلعي خيرپور جو وينل هو. سندس والد جو نالو حافظ سعد الله خواجو هو. هي ٻئي پيءُ ۽ پٽ قرآن مجيد جا حافظ هئا. سائل خواجو درويش صفت شاعر هو. سندس مولود، مداحون، خطبا ۽ ٽيهه اکريون مشهور آهن. 80 ورهين جي ڄمار ۾ سائل خواجي 1940ع ڌاري وفات ڪئي." سندس شاعريءَ جو نمونو هيٺ پيش ڪجي ٿو:

الف اول آهه الله، تنهنجي پنيان پوءِ ٻي بس آهي،
سمجهه سائل تون هي جڳ سارو، ترت تماشو طلسم وارو،
پاڻ پائي بادشاهه، پر ٻانهو پي پورو ناهي.

**سائنس بخشي سونهن** (ڪتاب): ٻارن لاءِ شاعريءَ تي مشتمل هي ڪتاب ناميارې شاعر غلام محمد غازيءَ جو تخليق ڪيل آهي. هن ڪتاب ۾ 'سائنس' سان لاڳاپيل معلومات تي آڌاريل 50 کن سهڻا نظم شامل آهن. هر نظم سان گڏ تصويرون ۽ اسڪيچ به ڏنل آهن. هن ڪتاب بابت نامور شاعر نثار بزميءَ جا تاثرات ۽ ناشر سنڌي ادبي بورڊ جي اڳوڻي سيڪريٽري انعام شيخ جا به اکر شامل آهن، جڏهن ته بئڪ ٽائيٽل تي اياز گل جو شاعر بابت تعارف ڏنل آهي.




چار رنگي ڪچي ٽائيٽل سان ڇپيل هن ڪتاب ۾ 60 صفحا شامل آهن ۽ ڪتاب جي قيمت 50 روپيا آهي. هي ڪتاب سنڌي ادبي بورڊ 2004ع ۾ ڇپيو آهي.

**سائنس پئي سمجهائي** (ڪتاب): هي ڪتاب غلام محمد غازيءَ جو ٻارن لاءِ شاعريءَ تي مشتمل آهي. هن ڪتاب ۾ حمد ۽ نعت کانسواءِ 60 کن اهڙا نظم شامل آهن، جيڪي ٻارن کي سائنسي معلومات ڏين ٿا. هن ڪتاب بابت انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي جي اڳوڻي ڊائريڪٽر شوڪت حسين شوري (ناشر) کان علاوه مختيار گهمري ۽ ياسر قاضيءَ جا تاثرات به شامل آهن. بئڪ ٽائيٽل تي نامور شاعر امداد حسينيءَ جا به اکر ڏنل آهن. چار رنگي ٽائيٽل سان ڇپايل هن ڪتاب ۾ 63 صفحا آهن ۽ ڪتاب جي قيمت 50 روپيا آهي. هي ڪتاب انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي ڄامشوري پاران 2003ع ۾ ڇپايو ويو.




**سائوٿ سٽي اسپتال ڪراچي** (South City Hospital Karachi): ڪلفٽن، ڪراچيءَ ۾ قائم هن نجي اسپتال 'سائوٿ سٽي هاسپيٽل' جو شمار ملڪ جي بهترين اسپتالن ۾ ٿئي ٿو. هن اسپتال ۾ هر قسم جي بيمارين جا ماهر (Specialists) ترجيحي بنيادن تي مريضن جو علاج




ڪندا آهن. علاج معالجي لاءِ اسپتال جو ماحول عاليشان ۽ نهايت پرسڪون رکيو ويو آهي.

2004ع ڌاري، ڪلفٽن جي علائقي ۾ قائم مڊ ايسٽ اسپتال جي عمارت کي ڊاهي شاپنگ سينٽر ۽ هڪ شاندار هوٽل جي رٿابندي جوڙي وئي، جنهن ڪانپوءِ سائوٿ سٽي اسپتال جي ضرورت محسوس ڪندي، پاڪستان جي ۽ خصوصاً سنڌ جي مايه ناز ڊاڪٽرن هڪ انجمن قائم ڪري سائوٿ سٽي اسپتال جي نئين سر تعمير جو خاڪو جوڙيو. نيٺ هن اسپتال جي تعمير مارچ 2005ع ۾ شروع ٿي ۽ اسپتال جي تعمير جو هڪ مرحلو ڊسمبر 2006ع ۾، ۽ ٻيو مرحلو مارچ 2008ع ۾ مڪمل ڪيو ويو. موجوده سائوٿ سٽي اسپتال 3250 چورس گز ايراضيءَ تي مشتمل آهي، جنهن ۾ 124 بسترن جي گنجائش آهي، گڏوگڏ

فارميسي شعبو، ليبارٽري، مڪمل ۽ جديد ساز و سامان سان آراسته ريڊيالاجي يونٽ، 6 آپريشن ٿيٽر، ٻارن جي پيدائش لاءِ ليبر روم ۽ دل جي بيمارين لاءِ ڌار ڪارڊيڪ (Cardiac) يونٽ شامل آهن. ڪراچيءَ ۾ قائم هيءَ جديد نوعيت جي نجي اسپتال، يورپ ۽ آمريڪا جي بهترين اسپتالن سان برميچي ٿي. طبي معائني ۽ بهترين علاج لاءِ هي اسپتال پنهنجو مثال پاڻ آهي.

**سبرين هيسباڻي:** ٽيليوزين ڊراما آرٽسٽ، سبرين هيسباڻي بلوچ جو تعلق هڪ اهڙي فنڪار خاندان سان آهي، جنهن جو هر فرد شوبز سان لاڳاپيل آهي. سندس والده ماريا بلوچ، ريڊيو، ٽيليويزن جي معروف گائڪا آهي، جڏهن ته سندس ٽي ڀيڻون: ماهين هيسباڻي، صنم بلوچ ۽ غنويٰ بلوچ ۽ ڀائر: فرحان بلوچ ۽ عباس بلوچ پڻ سنڌي ۽ اردو ٽي. وي چئنلن جا معروف فنڪار آهن، جيڪي اداڪاريءَ سان گڏ ماڊلنگ، گلوڪاريءَ ۽ ميزبانيءَ جي حوالي سان ناظرين ۾ تمام مقبول آهن.



سبرين هيسباڻيءَ، 10 سيپٽمبر 1978ع تي، ٽارو شاهه، ضلعي نوابشاهه (هاڻي نوشهري فيروز) ۾ غلام مرتضيٰ هيسباڻيءَ ۽ ماريا بلوچ جي گهر ۾ جنم ورتو. سندس تعليم گرئجوئيشن آهي.

سبرين هيسباڻيءَ عملي زندگيءَ جي شروعات پي. آءِ اي ۾ ايئر هوسٽس جي نوڪري ڪرڻ سان ڪئي.

ٽيليويزن جي دنيا ۾ هوءَ ڪجهه سال اڳ آئي ۽ ڪيترن ئي اهم ڊراما سيريلز ۾ مکيه ڪردار ادا ڪري تمام گهڻي مڃتا ماڻيائين. جن مان اي. آر. واءِ ڊجيٽل چئنل تي سندس هليل سيريل 'قر ڪو جائي نا'، جيو ٽي. ويءَ تي 'ميري اڌوري محبت' ۽ 'سات پردون مين' وغيره مشهور آهن. ڪيس ڊراما سيريل 'ميري اڌوري محبت' تي 'بيسٽ ائڪٽريس' جو اوارڊ پڻ ملي چڪو آهي، جڏهن ته هن ڪيترائي طويل ڊراما (Long plays) پڻ ڪيا آهن، جن ۾ هم ٽي. ويءَ جا 'تم سي ڪيسي ڪهون'، 'پتلي گلي' (عيد جو خاص ڊرامو)، 'سنجها'، 'ناؤ مين دريا'، 'نکر گئي گلاب ساري'، 'پت جهڙ ڪي بعد' وغيره اچي وڃن ٿا.

اڄڪلهه سندس نئون ڊرامو 'ميري بيٽي'، اي. آر. واءِ چئنل تان شروع ٿيو آهي، جنهن ۾ هن تمام خوبصورت اداڪاري ڪئي آهي.

**سبز چانهه** (Lemon Grass): هيءَ هڪ گاهه آهي، جيڪو عام حالتن ۾ باغن ۾ لڳايو وڃي ٿو. هي اڪثر گرم علائقن ۾ ٿئي ٿو. جنهن جي پنن ۽ ڏانڊن ۾ ليمي جهڙي خوشبو ٿئي ٿي. سنڌ ۾ هن کي سسئيءَ جو پٽ به سڏين ٿا. هن گاهه جا پن ۽ ڏانڊيون چانهه ۽ ٻين ڪاڌي جي شين ۾ استعمال ٿين ٿا.

هن گاهه جي پنن ۽ ڏانڊين مان هڪ قسم جو سرهو تيل ڪڍيو وڃي ٿو. هن جو تيل سرهاڻ يا عطر ٺاهڻ ۾ ڪم اچي ٿو جيڪو ٻاڦ يا آبي ڇڪائڻ جي عمل ذريعي ڪڍيو وڃي ٿو. جنهن ۾ ليمي وانگر



خوشبو هوندي آهي. دوائن جي صنعت ۾ هن گاهه مان وٽامن اي تيار ڪئي وڃي ٿي. هي خوشبودار ٻوٽو هندستان ۾ سرهاڻ ۽ سڳنڌ يا مختلف مرضن جي دوائن ٺاهڻ لاءِ ڪم اچي ٿو.

هن جي پوک انڊونيشيا ۽ چين ۾ گهڻي ٿئي ٿي. هيءُ ٻوٽو انڊونيشيا، سيلون، ملائيشيا ۽ هندستان ۾ ڪاڌي پچائڻ ۽ لذيذ ڪاڌن ٺاهڻ ۾ ڪم اچي ٿي. جنهن ۾ گوشت، ڪڪڙ، سامونڊي ڪاڌا ۽ مڇي وغيره ٿين ٿا. هن جون ڏانڊيون ۽ پن چانهه، چٽڻي ۽ ذائقي واري ڪاڌن ۾ ڪم اچن ٿا.

طبي لحاظ کان هن جي پنن مان سرهو تيل نڪري ٿو جيڪو وائي سُور لاءِ هڪ اهم علاج آهي. هن مان ٻام تيار ڪيو وڃي ٿو، جيڪو يوناني دوائن کان وڌيڪ جسم ۽ مٽي جي سور لاءِ اهم آهي. هي پيشاب وڌائيندڙ، قوت باهه ۽ جوش ڏياريندڙ آهي. هاضمي کي وڌائي ٿي. سبز چانهه کي ڪارن مرچن سان ڪاڙهي پيئڻ سان الٽي کان ڇوٽڪارو ملي ٿو. هن جي واپرائڻ سان پگهر اچي ٿو. جسم ۾ ٿڌاڻ اچي ٿي. هيءَ چانهه بخار کي گهٽائي ٿي. هن جو جوهر ۽ ٻوءِ جيتن جٺين کي پڻ ڀڄائي ٿي.

**سبڪتگين ۽ جئپال (عرف عيد جو چنڊ):** هن ڪتاب ۾ پنجاب جي راجا سبڪتگين تي اڳرائي ۽ جوابي جنگين جو احوال آيل آهي. پنجاب جي راجا جئپال سن 77ع ۾ ڪابل تي قبضي ڪرڻ لاءِ حملو ڪيو، جنهن کي روڪڻ لاءِ سلطان سبڪتگين پنهنجون فوجون لمغان تائين آڏي ساڻس مقابلو ڪري، ڪيس شڪست ڏني. 36 صفحن تي مشتمل هن ناول جي قيمت 0-6-0 هئي ۽ هاشمي پرنٽنگ پريس حيدرآباد ۾ ڇپيو. هي ڪتاب سال 1945ع ۾ هاشمي اليڪٽرڪ پريس حيدرآباد ۾ ڇپيو.

**سبز خان خدمتگار:** جڏهن ميان سرفراز خان ڪلهوڙي دربار ۾ بيگناهه مير بهرام خان ٽالپر کي شهيد ڪرايو ته هڪدم مير بهرام جي پٽ مير صوبدار خان جيڪو دربار جي ٻاهر بيٺو هو الله بخش ليکي کي

هڪ ئي تلوار جي وار سان قتل ڪري وڌو ۽ پاڻ دربار ۾ اندر اچي پنهنجي پيءُ جو لاش ڏسي هڪدم ميان سرفراز خان تي حملو ڪيائين پر ميان سرفراز وڃي حرمسرا ۾ لڪو ۽ مير صوبدار خان سان سهڻ خان مقابلو ڪرڻ لڳو. سهڻ خان ڪلهوڙن جو خاص ڪاردار هو ۽ هو نهايت مغرور ۽ بهادر هو. جيڪو هميشه ٻه تلوارون چيلهه سان ٻڌي هلندو هو ۽ ميان سرفراز خان جي دربار ۾ برڪ ليکبو هو. سهڻ خان مغروريءَ مان هميشه اها لاف هڻندو هو ته آءٌ هڪ ئي ضرب سان پنهنجي دشمن کي قتل ڪندو آهيان. دربار ۾ ويڙهه دوران مير صوبدار خان ٽالپر سهڻ خان کي پاڻ ڏانهن ايندو ڏسي وڏي جوش ۾ نعرو هنيو ته 'سهڻ هشيار ٿي'، سهڻ خان به مير ڏانهن وڌندي چيو ته: "ڇوڙ ڏي اپڻي تيغ و سپر." اهو ٻڌي مير جواب ۾ چيو ته: "آءٌ ته ڇوڙ ڏيوان" ايتري ۾ مير صوبدار خان ٽالپر ويجهو ٿي سهڻ خان کي اهڙي ته زور سان تلوار هنئي جو سهڻ خان جو پيٽ ڦاٽي پيو ۽ سهڻ خان هڪدم زمين تي ڪري پنهنجو پاڻ کي چوڻ لڳو ته: "اي سهڻا! هڪ ئي وار نال بس." سهڻ خان جي قتل ٿيڻ ڪانپوءِ ڪلهوڙن جا ڪيترائي فوجي سالار دربار ۾ گهڙي پيا ۽ سيني گڏجي مير صوبدار خان تي حملو ڪري ڪيس شهيد ڪري ڇڏيو.

**ستار حسين خان** (موسيقار): مشهور فلمي موسيقار ستار حسين خان ولد جمال خان 1949ع احمد شاهه بخاريءَ جي درگاهه لڳ جامع ڪلاٿ مارڪيٽ ڪراچيءَ ۾ جنم ورتو. هن پرائمري تعليم اتي ئي حاصل ڪئي. سندس والد جمال خان بهترين سارنگي نواز هو ۽ سندس چاچو رحمان خان وقت جو وڏو طبلي نواز هو. سندس والد ۽ چاچو آل انڊيا ريڊيو جي اندور اسٽيشن تي ڪم ڪندا هئا. جڏهن ته سندس ماما الطاف خان ۽ فياض خان پنهنجي وقت جا گني گويا هئا، جيڪي احمد آباد بڙودا تي پروگرام ڪندا هئا.



پاڪستان ٺهڻ ڪانپوءِ ڏهن سالن جي عمر ۾ هيءُ پنهنجي وڏي ڀاءُ عبدالغني خان سان ڍولڪ تي سنگت ڪندو هو. اهڙيءَ طرح ستن سالن اندر هو ڍولڪ جو ماهر ٿي ويو. هن پهريون ڀيرو فلم 'بنجارن' ۾ ميڊم نور جهان جي گاني 'نه جاني ڪيسا سفر هي ميرا' ۾ ڍولڪ وڄائي. ستار حسين خان انهيءَ فلم ۾ ڊيبو ڀٽاچاريه جو چيف اسسٽنٽ هو ۽ ٻارهن سالن تائين ساڻس ڪم ڪندو رهيو. ان ڪانپوءِ هن سنڌ جي مشهور موسيقار ڀائرن غلام نبي، عبداللطيف جي شاگردي اختيار ڪئي ۽ 25 سالن تائين انهن سان گڏجي ڪم ڪندو رهيو. انهيءَ دوران هو 'عورت اور زمانه'، 'پرائي بيٽي'، 'سورٺ'، 'ڌرتي لال ڪنوار'، 'رم جهم'، 'آگ ڪا دريا'، 'بادل ۽ برسات'، 'دوستانه'، 'مين ڪهان منزل ڪهان'، 'مومل راڻو' ۽ ٻين فلمن ۾ چيف اسسٽنٽ رهيو. هن ٻين به ڪيترن موسيقارن، ماسٽر عبدالله، نثار بزمي، روبن گهوش، بشير احمد، ڪريم شهاب الدين، خليل احمد، محسن رضا، نذير احمد، نياز احمد وغيره سان فلمي گانن تي موسيقيءَ ۾ ساٿ ڏنو. ستار حسين خان 1973ع ۾ ناميارې هارمونيم نواز استاد حبيب الدين ۽ استاد صادق حسين وٽان هارمونيم سکيو. 1982ع ۾ هندستان ويو جتي سندس ملاقات شنڪر ڄئه ڪشن سان ٿي، هيءُ ملاقات خانصاحب نورخان ميرٺ واري ڪرائي. ساڳئي وقت سندس ملاقات لڪشمي ڪانت پياري لال سان به ٿي. هن انهن سان گڏجي 'پاپي پيٽ ڪا سوال'، 'ڪولهي'، 'سوتن' ۽ 'سچائي' فلمن جون ڌنون ٺاهيون. ترت ئي سندس واسطو انو ملڪ ۽ ٻين لهري موسيقارن سان ٿيو. هن جي فلمن 'هلچل'، 'تيري ميري سپني'، 'يادون ڪي بارات'، 'سپني' ۽ 'سوغات' جي موسيقي ترتيب ڏيڻ ۾ مدد ڪئي. پاڻ اتي 10 مهينا رهيو، ڪيس روڪيو ويو ته هو پاڪستان نه وڃي، لڪشمي ڪانت، پياري لال ۽ ٻين موسيقارن ڪيس ٽن سالن لاءِ روڪڻ گهريو. پر سندس خاندان ڪراچيءَ ۾ هو. سندس والده به زنده هئي، انڪري مجبوراً ڪيس واپس ٿيڻو پيو. جڏهن هو هندستان ويو هو ته هن هڪ ڪئسٽ ڪڍي هئي، جيڪا لعل شهباز قلندر جي ڌمالن تي مشتمل هئي.

ستار حسين خان 1973ع ۾ پهريون ڀيرو مائي ڀاڳيءَ کي سندس مشهور ٿري لوڪ گيت 'ڪڙي نيم ڪي نيچي' ڳارايو. جيڪو بيحد پسند ڪيو ويو ۽ مائي ڀاڳيءَ جي مقبوليت جو سبب بڻيو ۽ پوءِ 1976ع ريڊيو پاڪستان تي مائي ڀاڳيءَ جي آواز ۾ ساڳيو گيت رڪارڊ ٿيو هو. هن 1980ع ۾ حميره چنا کي ڪئسٽ جي دنيا ۾ متعارف ڪرايو. انهيءَ دوران فلم 'الف ليليٰ' غلام محمد چنا ناهي هئي، جنهن جي موسيقي به ترتيب ڏنائين. هن فلم جا ڇهه گانا حميره چنا جي آواز ۾ رڪارڊ ٿيا. 1982ع ۾ هن سنڌي فلم 'جانو ڏاڙيل' جي موسيقي ترتيب ڏني. هن انهيءَ فلم ۾ محمد يوسف، افشان بيگم ۽ ثمر اقبال کي پهريون ڀيرو ڳارايو. 1983ع ۾ ڪيس سنڌي فلم 'طوفان' جي موسيقي ترتيب ڏيڻ جو موقعو مليو. جنهن ۾ هن سجاد يوسف ۽ علڻ فقير کي فلمي دنيا ۾ متعارف ڪرايو. 1984ع ۾ فلم مستي خان جي موسيقي ترتيب ڏنائين. جنهن ۾ ميڊم نور جهان، مهدي حسن، مهناز، ناهيد اختر، غلام عباس ۽ محمد علي شهڪيءَ کي ڳارايو. 1986ع ۾ مهدي حسن جي غزلن جا شاليمار ڪمپنيءَ طرفان ٻه البم 'جب عشق تجهي هو جائي گا' ۽ پنجابي گانن جو البم 'موهڻي من موهڻي' جي نالي سان به ترتيب ڏنائين. ستار حسين خان 1985ع ۾ 'ڌرتي منهنجي ماءُ'، 'همت' ۽ 'مگ' جي موسيقي پڻ ترتيب ڏني. 1986ع ۾ هن 'دوپٽه پيار ڪا' ۽ 'ميرا نصيب' (ڊائريڪٽر راجا) فلمن جي موسيقي ترتيب ڏني، پر اهي فلمون رليز نه ٿي سگهيون. 1987ع ۾ لاهور وڃي نصيبو لال، نورا لال، زيبو لال، رياض علي، امتياز علي، ترنم ناز، عذرا جهان، افشان، آصف مهدي، اڪرام مهدي، سجاد حسين، صنم مارئي، حميره شاهين، ديبا ڪنول، ناياب، خوشبو لغاري ۽ ٻين فنڪارن جا البم ڪڍيائين. جيڪي موسيقيءَ جي حوالي کان بيحد پسند ڪيا ويا.

ستار حسين خان 1985ع ۾ حيدرآباد اچي رهيو ته استاد امير علي خان جي معرفت ناماياري براڊڪاسٽر ۽ ليکڪ نصير مرزا سان مليو، جنهن سندس موسيقيءَ ۾ چار ملي نغما ترتيب ڏياريا، جن ۾ ذوالفقار علي، مظهر حسين، امبر مهڪ، استاد امير علي ۽ تعمير حسين جهڙن فنڪارن کان ڳارايو ويو. اهي نغما تمام گهڻو پسند ڪيا ويا. 1996ع ۾ ريڊيو پاڪستان حيدرآباد جي سالگره جو پروگرام ڪيو ويو، جنهن ۾ محمد علي، مصطفیٰ قريشي صاحب ۽ ٻيا شامل هئا. اهو پروگرام 'ديا جلائي رکنا' جي نالي سان اسلام آباد هيڊڪوارٽر تائين بيحد پسند ڪيو ويو. ستار حسين خان حيدرآباد جي قلعي ۾ رهي ٿو. کيس هڪ پٽ ۽ ٻن نياڻين جو اولاد آهي.

**ستار وسطڙو:** ليکڪ، صحافي ۽ سماج سڌارڪ ستار ولد نثار احمد وسطڙو، 1962ع ڌاري نوشهري فيروز ضلعي جي ڳوٺ مڇر ۾ ڄائو. شاگرديءَ واري زماني کان سياسي سماجي سرگرمين ۾ اڳڀرو رهيو آهي. ايم. آر. ڊي. ۽ ان کان اڳ ذوالفقار علي ڀُٽي جي گرفتاري خلاف احتجاجي تحريڪن دوران گرفتار ڪيو ويو. مٿس ملٽري ڪورٽ نوابشاه ۾ ڪيس هلايا ويا. ان دوران سکر سينٽرل جيل ۽ لانڍي جيل ڪراچيءَ ۾ قيد رهيو. ستار



وسطڙو مسلسل لکندو رهيو آهي. هن سنڌ يونيورسٽيءَ مان ماس ڪميونيڪيشن شعبي ۾ ماسٽرس ڪئي. ان دوران 1996ع ۾ ادارو 'وير پبليڪشن' قائم ڪيائين، جنهن پاران هيٺ ڄاڻايل ڪتاب ڇپائي چڪو آهي:

(1) سورهيه بادشاه ۽ ڪورٽ مارشل (سنڌي- اردو)، (2) ڪاروڪاري/ سياه ڪاري (سنڌي- اردو)، (3) آنر ڪلنگ (Honour Killing)، (4) ينگ لاءِ اغوا (Kidnapping for Ransom) انگريزي- سنڌي، (5) روحاني رهبر، (6) روحانيت، سياست ۽ پير پاڳارو، (7) King Maker (انگريزي)، (8) صديون ڪا قيدي (اردو)، (9) صابر جو ڪلام، (10) نه وسرڻ جهڙيون ڳالهيون، (11) ڪراچيءَ ۾ ڪار چورين جا واقعا ۽ ٻيا ڪيترائي ڪتاب شامل آهن.

**ست پنٿ:** هي نزاري اسماعيلي فرقي ۽ صوفي سلسلي جي هڪ شاخ آهي، جڏهن 700 سال اڳ اسماعيلي پير صدرالدين (1290 -1367) طرفان ۽ 600 سال اڳ سنڌس پوٽي پير امام شاه (1430 -1520) طرفان هندن کي مسلمان ڪيو ويو هو ته اهي خواجا سڏيا ويا. انهن مان هي فرقو ڌار ٿيل آهي. اهي نزاري خواجن کان ڪجهه مختلف آهن ۽ آغا خان جا پوئلڳ ڪونه آهن. انهن کي عام طور امام شاهي به سڏيو ويندو آهي. اهي گجرات ۽ احمدآباد ويجهو پيرانه علائقي ۾ رهن ٿا، جتي پير امام شاه دفن ٿيل آهي. هن فرقي جو بنياد گجرات جي رهاڪو ڪچين ۾ پيو. اهي پنهنجا هندو نالا قائم رکندا اچن. هن پنٿ وارا پنهنجي جماعت خانن ۾ پير صدرالدين ۽ پير ستگر نور جا گنان پڙهندا آهن.

(اسماعيلي سوسائٽيءَ جو ڪتاب: Collectanea, Vol. 1, 1948، ليکڪ: ڊبليو ايوانو (W. Ivanow))

**ست ڪشميري آڪاڻيون (ڪتاب):** ڪشميري ليکڪ اختر محي الدين جي ستن ڪهاڻين جو سنڌي ترجمو سنڌي زبان جي مشهور ڪهاڻيڪار ايشور چندر ڪيو آهي. هي ست ڪشميري ڪهاڻيون اختر محي الدين، نومبر 1955ع ۾ سرينگر مان ڇپائي پڌريون ڪيون هيون، جنهن جي 'ٻه اکر' ۾ هن ڄاڻايو آهي ته "فن- حياتيءَ جو پيارو ۽ لاڏلو اولاد- تيسين زنده رهي سگهندو، جيسين حياتيءَ جي ٽڻن جي پوتر تج پيئندو رهندو. حياتيءَ کان الڳ هئڻ سان فن بيجان ۽ بيسرو ٿي ٿو وڃي." منهنجي فن کي ان ڪسوٽيءَ تي




پرکيو وڃي، پوءِ جي اهو کرو ثابت نه ٿئي، ته ان کي باهه ۾ اڇلڻ کپي. هنن ستن ڪهاڻين جو ايشور چندر انتهائي سادي ۽ سلوڻي سنڌيءَ ۾ ترجمو ڪيو آهي. ڪهاڻين جا عنوان هن ريت آهن: (1) پاون جي ڪني، (2) ڳاڙهي شلوار، (3) ائين به ٿيندو آهي، (4) ڏکو ۽ ڏکو، (5) منزل وارن واري نينگر، (6) سوٽليءَ جو ٽڪرو، (7) ڪُميون.

ڊيمي سائيز جي 96 صفحن تي مشتمل هن ڪتاب جو پهريون ايڊيشن ساهتيه اڪيڊمي نئين دهليءَ، 1980ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو. جڏهن ته ان جو ٻيو ايڊيشن، آڪٽوبر 1986ع ۾ نيو فيلڊس پبليڪيشن حيدرآباد، سنڌ ڇپائي پڌرو ڪيو، جنهن جي قيمت 12 روپيا آهي.

**ستي جتي جو مقبرو:** ستي جتي نالي سان مشهور بزرگ جو اصل نالو يوسف فقير هو. هن بزرگ جو مقبرو شيخن جي گهاٽي، بدهميءَ جي ڏکڻ اولهه ۾ ڪيڏڻ شهر کان 20 ڪلوميٽرن جي پنڌ تي تعلقي ۽ ضلعي



بدين ۾ آهي. سامونڊي چاڙهه پڻ هتان کان ٿوري مفاصلي تي آهي. هن لاءِ مشهور آهي ته هن سڄي ڄمار شادي نه ڪئي، نهايت پرهيزگار ۽ نفس شڪن هو، سندس پرهيزگاري ۽ تقويٰ سبب مٿس نالوئي 'ستي جتي' پيو.

مياں غلام شاهه ڪلهوڙي عقيدت وچان مٿس مقبرو اڏايو هو، جيڪو ڪجهه وقت اڳ زبون حال ٿي وڃڻ ڪري ڊهي ويو. جنهن جي بنيادن تي ئي هاڻي اتي نئون مقبرو تعمير ڪيو ويو آهي. مقبري جو نمونو ساڳيو اڳيون رکيو ويو آهي، پران جي تعمير ۾ سيمينٽ ۽ پڪيون سرون استعمال ڪيون ويون آهن.

مقبري جي چوڌاري سيمنٽ سان پلستر ٿيل پڪين سرن جي ننڍي ديوار جو احاطو ڏنو ويو آهي. اڳڻ ۾ پڪين سرن جي فرش بندي ٿيل آهي. مقبري جي عمارت سادي طرز تعمير واري آهي. مهاڙيءَ ۾ ونگائين لنگهه ۾ چوڪاٺي سان دروازو ڏنل آهي. ٻاهران چارئي پاسا سيمنٽ سان لتل آهن. هيٺين تي ڪنگريون ۽ چئني ڪنڊن تي ننڍا ٿنڀ ناهي، انهن تي ننڍا گنبذڙا ٺاهيا ويا آهن. ڇت تي گول گنبذ آهي. مقبري تي ڪنهن به قسم جو جنسار يا رنگ روغن ڪيل ناهي. اندر ماربل جي فرشبنديءَ سان ٿلهي تي به مزارون موجود آهن، جن مان هڪ مزار بزرگ 'ستي جتيءَ' جي ۽ 'ٻي ميان وال تحريڪ' جي اهم شخص 'تڳيي فقير' جي آهي.

مقبري جي پير ۾ خلاصو ميدان آهي، جتي چڱي خاصي ايراضيءَ ۾ پڪيون سرون ۽ انساني هڏا پکڙيل نظر اچن ٿا. ناٿو فقير لنڊ درگاهه 'ستي جتيءَ' جو 2012ع کان گادي نشين آهي.

**ست يوگوسلاويائي آکاڻيون (ڪتاب):** هي ڪتاب سنڌي ٻوليءَ جي نامور ترجمي نگار جڳت آڏواڻيءَ جو ترتيب ڏنل آهي، جنهن ۾ يوگوسلاويا جون ست ڪهاڻيون: ايوو آندرچ جي ڪهاڻي 'زيبا پل'، سدو مير مندرووچ جي ڪهاڻي 'گهر بدلائڻ جو ڏينهن'، برانڪو ڪوپچ جي ڪهاڻي 'ننڍڙي ساٿڻ'، بيوڪو سلاو ڪاليب جي ڪهاڻي 'مهمان'، اوان چئنڪر جي ڪهاڻي 'ٻار ۽ ٻُڍا'، بوراستانڪو وچ جي ڪهاڻي 'نشڪا' ۽ زارا ربنڪار جي ڪهاڻي 'ڏاڏو ۽ پکي' شامل آهن.




هي ڊيمي سائيز ۾ 75 صفحن تي مشتمل ڪتاب ساهتيه اڪيڊمي، نئين دهليءَ، 1978ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو ۽ ان جي قيمت 6 روپيا آهي. هن ساڳئي ڪتاب جو ٻيو ڇاپو سنڌ ۾، نيو فيلڊس پبليڪيشن حيدرآباد، 1996ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو.

**سپڙ سڏ ڪيا (ڪتاب):** هي ڪتاب 'اولڊ بوائز ايسوسيئيشن' پٽ پائٽي، تعلقي ڪپري، ضلعي سانگهڙ مان محمد ابراهيم ڪنڀار 1985ع ۾ ترتيب ڏئي ڇپايو. هن ڪتاب ۾ تاريخي ۽ تحقيقي مضمون، مقالا، ڪهاڻيون، شاعري ۽ تاثر شامل آهن ڪتاب جي ليکڪن ۾ محمد ابراهيم ڪنڀار، حاجي مير محمد سمو، محمد امين سمو، محراب خان سمو، ڊاڪٽر مير عالم مري، محمد صالح هگورجو، ڊاڪٽر سڪرالدين درس، ڊاڪٽر محمد رمضان درس، محمد يوسف درس، محمد سومار درس، هيبت خان مري، عطا محمد حامي، خليفو درس، محمد امين پلي سگهه، درس عبدالڪريم پلي 'العبد راهي' ۽ خدا بخش درس 'قاضي' جا نالا قابلِ ذڪر آهن. ڊيمي سائيز جي 76 صفحن تي مشتمل هن ڪتاب جي قيمت 6 روپيا آهي.




**سجاد حسين ٻٽي:** ناليواري زرعي ۽ تعليمي ماهر سجاد حسين ٻٽيءَ، 14 جولاءِ 1939ع تي پنجاب جي ڳوٺ گليانا ۾ عنايت علي حسين ٻٽيءَ جي گهر ۾ جنم ورتو. سندس والد ان وقت سنڌ جي ٻيلي کاتي ۾ آفيسر هو، جنهن جي نوڪري سبب سندس ٻالڪپڻ جو ڳچ حصو سنڌ جي مختلف شهرن ۾ گذريو. اهڙيءَ طرح جيئن هن هوش سنڀاليو ته پاڻ کي سنڌ ڄائو سمجهڻ لڳو. سجاد حسين پرائمري تعليم ڪنڊڪوٽ ۽ ڪنڊياري مان ۽ مئٽرڪ گورنمينٽ هاءِ اسڪول نوابشاهه مان پاس ڪرڻ بعد زرعي ڪاليج ٽنڊو ڄام ۾ داخل ٿيو. جتان هن پلانٽ پيٿالاجي ۾ ڊگري ورتي ۽ اتي ئي پهريان ڊيمانسٽريٽر طور ملازمت اختيار ڪئي. سجاد حسين ٻٽي بطور شاگرد ڪاليج جي سماجي سرگرمين جو روح روان هو. ان دوران هن ڪاليج ۾ ڪافي اسٽيج ڊرامن ۾ به ڪم ڪيو. هن ڪجهه عرصو زرعي ڪاليج ٽنڊو ڄام ۾ نوڪري ڪئي، بعد ۾ اها نوڪري ڇڏي زرعي تربيتي اداري سڪرنڊ ۾ ان وقت جي ڪلاس ٿو ڪيڊر ۾ سينئر انسٽرڪٽر طور ڀرتي ٿيو. جتي پاڻ وائيس پرنسپال ۽ پوءِ پرنسپال به رهيو. سجاد حسين ڪاليج کي جديد تعليم ڏانهن وٺي ويو. جتي هن پهريون ڀيرو ڇوڪرين لاءِ الڳ اڪيڊمڪ بلاڪ ۽ هاسٽل منظور ڪرائي انهن لاءِ زرعي تعليم جو بنياد وڌو. سکيا وٺندڙ شاگردن ۽ آفيسرن لاءِ الڳ الڳ ميل- فيميل هاسٽلون ٺهرايون، عملي جي رهائش لاءِ جديد ڪالوني تعمير ڪرائي، اداري ۾ هڪ وڏو آڊيٽوريم هال ۽ شاگردن جي عملي سکيا لاءِ ليبارٽريون قائم ڪرايون. هن بطور سينئر انسٽرڪٽر ۽ پرنسپال جي هزارين شاگرد منظرعام تي آندا. هن هڪ زرعي ماهر جي حيثيت ۾ آمريڪا، برطانيا، اٽلي، فرانس، بئنڪاڪ، فلپائن، جي مختلف ادارن مان سکيا حاصل ڪري زرعي تربيتي اداري سڪرنڊ ۽ آبادگارن سان رابطي وارن پروگرامن کي اڳتي وڌايو. هن اتر سنڌ جي شاگردن لاءِ جيڪب آباد لڳ الڳ زرعي تربيتي ادارو قائم ڪرايو. ان کان سواءِ هن زرعي توسيعي کاتي ۾ ڊپٽي ڊائريڪٽر کان سواءِ آئل سيڊ ڊولپمينٽ

پراجيڪٽ ۾ پراجيڪٽ ڊائريڪٽر طور به خدمتون سرانجام ڏنيون. ان بعد ڪيس ترقي ڏئي ڊائريڪٽر ٽريننگ مقرر ڪيو ويو. ان دوران هن کاتي جي نوجوان آفيسرن ۽ هارين جي حوصلا افزائي ڪرڻ خاطر عالمي بئنڪ، ايشيائي ترقياتي بئنڪ، برٽش ڪائونسل ۽ ٻين عالمي ادارن سان رابطا ڪري ڪين پرڏيهه سکيا لاءِ موڪليو. سندس دؤر ۾ وڏ کان وڏ آفيسر ٻاهران سکيا وٺي موٽيا، جيڪي اڄ زرعي شعبي ۾ پنهنجي جدا سڃاڻپ قائم ڪري چڪا آهن. هن ڊائريڪٽر ٽريننگ جي حيثيت ۾ رٽائر ڪيو. پر رٽائرمنٽ کانپوءِ به زرعي تربيتي اداري سڪرنڊ ۾ رضاڪارانه طور نوجوانن کي ليڪچر ڏيندو رهيو. هي پنهنجي شعبي سان نهايت ئي سچو رهيو. سجاد حسين پٽيءَ 13 مئي 2011ع تي وفات ڪئي.

**سجاد ظهير**: اردو زبان جي مشهور ترقي پسند اديب ۽ انجمن ترقي پسند مصنفين جي باني مان اهم ليکڪ، سيد سجاد ظهير، نومبر 1904ع ڌاري ڀارت جي شهر لکنؤ ۾ جنم ورتو. سندس والد سيد وزير حسين پنهنجي دور جو معروف وڪيل، تحريڪ آزاديءَ جو سرگرم ڪارڪن هو. ڪجهه عرصو آل انڊيا مسلم ليگ جو سيڪريٽري به رهيو. هو اوڌ چيف ڪورٽ جو جج ۽ چيف جج به ٿيو.



سيد سجاد ظهير شروعاتي تعليم لکنؤ ۾ ورتي ۽ پوءِ 1927ع ۾ اعليٰ تعليم لاءِ ٻين ڀائرن سان گڏ آڪسفورڊ يونيورسٽي، لنڊن ۾ پڙهيو. 1917ع واري روسي انقلاب جي ياد ۾ ٻين ملڪن وانگر انگلنڊ جي آڪسفورڊ يونيورسٽيءَ ۾ ’آڪٽوبر ڪلب‘ قائم ٿئي، سجاد ظهير به ان جو ميمبر بڻيو. تعليم پوري ڪري جڏهن 1936ع ۾ وطن وريو ته گرئجوئيٽ ۽ بئريسٽر هئڻ سان گڏ مڪمل ڪميونسٽ ٿي موٽيو. هندستان ۾ اچي هن ادبي ۽ سياسي محاذن تي سرگرميون شروع ڪيون. هو تعليم دوران جڏهن 1931ع ڌاري ڇهن مهينن لاءِ هندستان آيو هو ته افسانن جو هڪ مجموعو ’انگاري‘ ڇپايو هئائين، جنهن ۾ سندس 5 ۽ علي احمد جا 2 افسانا، محمود الظفر ۽ رشيد جهان جا ٻه ڊراما شامل هئا. ان مجموعي ٻرڏڪ مچائي ڇڏيو. جنهن کي پوءِ سرڪار ضبط ڪيو. ان ئي زماني ۾ سجاد ظهير پنهنجو هڪ مختصر ناول ’لنڊن کي ايڪ رات‘ پڻ ڇپايو هو.

انجمن ترقي پسند مصنفين جو بنياد 1935ع ڌاري پنهنجي هم خيال دوستن ملڪ راج آنند، جيوتي گهوش، پرمودسين گپتا ۽ محمد دين تاثير سان گڏجي وڌائين، جنهن جي مقصدن ۾ بامقصد ادب جي تخليق، ان کي عوام جي زندگي، تهذيبي روايتن ۽ خواهشن سان هم آهنگ بنائڻ ۽ خاص طور سرمائيداريءَ خلاف لکڻ شامل هو. هن تنظيم جو هڪ مقصد مختلف زبانن جي اديبن کي هڪٻئي جي ويجهو آڻڻ ۽ معياري ادب جا ترجما ڇپائڻ به هو.

سجاد ظهير جڏهن 1936ع ۾ ڏيهه واپس وريو ته والدين سان گڏ الهه آباد ۾ رهڻ لڳو. ان وقت آل انڊيا ڪانگريس ڪميٽيءَ جو مرڪزي دفتر نهرو خاندان جي ’آنند ڀون‘ الهه آباد ۾ واقع هو. نهروءَ، سجاد ظهير سميت ڪجهه نوجوانن کي ڪانگريس ۾ مختلف عهدن تي رکيو. سجاد ظهير الهه آباد سٽي ڪانگريس ڪميٽيءَ جو سيڪريٽري مقرر ٿيو. هن هندستان جي مختلف پرڳڻن جو دورو ڪيو ۽ اديبن جي سهڪار سان شهر شهر ۾ انجمن ترقي پسند مصنفين جون شاخون قائم ڪيون ۽ ملڪي سطح جون ڪانفرنسون ڪرايون. انجمن جي لنڊن ۽ لکنؤ جي اجلاسن ۾ سنڌي اديبن به شرڪت ڪئي هئي.

ڪجهه سالن اندر هيءَ تنظيم نتيجا خيز بڻجي اُڀري آئي. حڪومت ڪميونسٽ پارٽيءَ ۽ ان جي اثر هيٺ هلندڙ هن تنظيم جي سرگرم ڪارڪنن کي گرفتار ڪيو. سجاد ظهير پڻ مارچ 1940ع ۾ گرفتار ٿي سينٽرل جيل لکنؤ ۾ قيد ٿيو جتان مارچ 1944ع ۾ آزاد ٿيو. ڪميونسٽ پارٽيءَ جي مشوري تي هو بمبئيءَ هليو ويو ۽ اتان هفتيوار ’قومي جنگ‘ جاري ڪيائين. گڏيل هندستان ۾ ڪميونسٽ پارٽي هڪ ئي هئي. ورهاڱي کان پوءِ ان جو آخري جلسو اپريل 1948ع ۾ ڪلڪتي ۾ منعقد ٿيو هو جتي پاڪستان جي ملڪي حيثيت کي قبول ڪندي، پاڪستان ۾ ڌار تنظيم سازيءَ جو فيصلو ڪيو ويو. پارٽيءَ جي فيصلي موجب سجاد ظهير روپ مٽائي لکنؤ ويو ۽ والده کي ٻڌائڻ بنا بمبئيءَ مان هوائي جهاز ذريعي ڪراچيءَ پهتو. گهر واريءَ کي به رڳو ايترو چيائين ته ”ٻاهر پيو وڃان، هڪ سال تائين واپس اچي ويندس.“ پاڪستان ۾ اچي هن ڪراچيءَ کانپوءِ لاهور ۾ رهي ’پاڪستان ڪميونسٽ پارٽيءَ‘ جي تشڪيل ڪئي ۽ ان جو جنرل سيڪريٽري ٿيو. پاڪستان حڪومت به ڪميونسٽ پارٽيءَ کي غير قانوني قرار ڏنو، جنهنڪري سجاد ظهير کي روپوش ٿيڻو پيو.

1951ع ۾ مشهور ’راولپنڊي سازش ڪيس‘ جو مقدمو هليو ته ڪجهه فوجي آفيسرن سان گڏ چئن سويلين کي به هن ڪيس ۾ شامل ڪيو ويو جن ۾ سجاد ظهير، فيض احمد فيض، محمد حسين عطا ۽ بيگم نسيم (ميجر اڪبر خان جي گهرواري) شامل هئا. ڪين چار سال قيد جي سزا ملي. سجاد ظهير ٻه سال حيدرآباد سينٽرل جيل ۽ مچ (بلوچستان) ۾ قيد ڪاٽيو جتي هن جي سنڌ جي ڪافي ترقي پسند ۽ ادبي شخصيتن سان ملاقات ٿي. هن اڪثر وقت فيض احمد فيض سان گڏ جيل ۾ گذاريو جڏهن آزاد ٿيا ته سجاد ظهير کي پاڪستان حڪومت ملڪ ڇڏي وڃڻ جو چتاءُ ڏنو.

قيد دوران سجاد ظهير ٻه ڪتاب لکيا، هڪ ترقي پسند ادب ۽ اديبن جي تاريخ تي مشتمل ڪتاب ’روشنائي‘ ۽ ٻيو فارسيءَ جي مشهور شاعر حافظ جو تنقيدي اڀياس، جيڪو انجمن ترقي اردو، دهلي ’ذڪر حافظ‘ عنوان سان ڇپايو. ’روشنائي‘ ۾ ترقي پسند مصنفين جي

لکنؤ اجلاس ۾ سنڌي اديبن جي شرڪت جو ذڪر آهي. پر نالا ڏنل نہ آهن. سجاد ظهير قيد دوران پنهنجي گهرواريءَ کي جيڪي خط لکيا، سي 'خطوطِ زندان' جي عنوان سان ڇپيل آهن. انهيءَ ئي عرصي ۾ سجاد ظهير شاعري بہ سرجي، جيڪا 'پگهلا نيلم' ڪتاب ۾ شامل آهي. ٻوليءَ بابت سندس هڪ ڪتاب 'هندي هندستاني' بہ ڇپيل آهي.

هندستان واپس اچڻ کانپوءِ سجاد ظهير کي پارٽي حڪومت پنهنجو شهري تسليم ڪري ورتو. 1958ع ۾ هو لکنؤ کان دهليءَ منتقل ٿيو ۽ اتي 'عوامي دور' جو ايڊيٽر ٿيو. نومبر 1963ع ۾ ڪميونسٽ پارٽي، دهليءَ مان هفتيوار رسالو 'حيات' جاري ڪيو تہ ان جي ادارت سجاد ظهير سنڀالي.

1972ع ۾ هن روس، جرمني ۽ انگلنڊ جو طويل دورو ڪيو ۽ اتان جي لائبررين مان امير خسرو جي ڪلام جا ڪافي نسخا هٿ ڪيا. 1973ع ۾ سجاد ظهير بيهر انگلنڊ ويو جتان ڪيس آفريڪي- ايشيائي اديبن جي ڪانفرنس ۾ شرڪت لاءِ قزاقستان جي راڄڌاني 'الماتا' وڃڻو هو. آگسٽ جي آخر ۾ روانو ٿيو ۽ ڪجهہ ڏينهن ماسڪو ۾ رهي الماتا پهتو. 6 سيپٽمبر 1973ع جي صبح جو ناشتي جي ميز تي ڪيس دل جو دورو پيو. ڪيس اسپتال نيو ويو پر 13 سيپٽمبر 1973ع تي دل بيهڻ سبب وفات ڪيائين. سندس مڙهہ ٻن ڏينهن کانپوءِ دهليءَ آندو ويو.

سجاد ظهير جون ڪيتريون ڪهاڻيون سنڌيءَ ۾ ترجمو ٿيون، جيڪي 'نئين دنيا' (بمبئي) ۽ ٻين رسالن ۾ ڇپيون.

**سجاول** (شهر/ ضلعو): سجاول شهر ٺٽي ضلعي جو هڪ تعلقو هو. تازو سنڌ حڪومت پاران سجاول کي ضلعي جي حيثيت ڏني وئي آهي. هي ضلعو ابتدائي طور چئن تعلقن: سجاول، جاتي، ميرپوربٺورو ۽ شاهبندر تعلقن ۾ ورهايو ويو آهي. ڪجهہ سرڪاري ذريعن موجب سجاول جي حدن ۾ آيل دڙو، ڀنيور ۽ چوهڙ جمالي بہ تعلقي جي حيثيت ماڻي سگهن ٿا.

لاڙ جو اهم شهر سجاول، سنڌو درياهہ جي کابي ڪپ تي واقع آهي. هن شهر تي 'سجاول' نالو اٺيهين صديءَ جي شروعات ۾ سجاول خان خاصخيليءَ جي ڪري پيو، جيڪو ميرن جو خاص خدمتگار هو ۽ ميرن طرفان ڏنل جاگير تي پنهنجي نالي سان شهر جو بنياد رکيائين. 1998ع واري آدمشماريءَ جي انگن اکرن مطابق سجاول تعلقي جي آبادي هڪ لک، 27 هزار، ٽي سؤ هئي، پر تازو ضلعي جي حيثيت ملڻ کانپوءِ ان جي ڪل آبادي 8 لک کان وڌيڪ ٿئي ٿي. سجاول سمنڊ کان 40 ميل پنڌ تي آهي. سجاول کي ٽن طبعي ڀاڱن 'ميداني'، 'ماڃر' ۽ 'ڪس' يعني ڪچي ۾ ورهائي سگهجي ٿو. هن علائقي ۾ عام طور تي سنڌي ٻوليءَ جو لاڙي لهجو ڳالهايو وڃي ٿو. ڪجهہ آبادي سرائيڪي، بلوچي ۽ اردو ڳالهائيندڙن جي بہ آهي. سجاول ضلعي ۾ سيد، ميمڻ، ملاح، لغاري، ڪوسا، سومرا، عمراڻي، عباسي، ڪڏا، بروهي، سهتا، سولنگي، گهوڙا، جاکرا، ٿهيم، ٻجورا، درس، ساند، خواجہ، نوتيار، مڱڻهار، چانڊيا، خاصخيلي، پنهور، خشڪ، ابڙا، قريشي، سورجا، ڳاڙها، شورا، رند، ماڇي، ٻارڻ، لاشاري، ڪٽي ۽ ٻين ڪيترين ئي ذاتين وارا آباد آهن. ان کانسواءِ هتي هندو برادري پڻ ڪافي تعداد ۾ رهي ٿي، جن مان لهاڻا، برهمڻ، بنساري، بانو شالي ۽ ننڍا اڪثريت سان آباد آهن. جڏهن تہ ڪولهي، ڀيل، جوڳي، سامي، مينگهواڙ، راوڙ، ٻرا، گوگيڙا، شڪاري ۽ ڪي هندو چارڻ بہ هن تعلقي ۾ رهن ٿا.

سجاول ميونسپل ڪاميٽي 1886ع ۾ قائم ٿي، جنهن جي خاتمي بعد 1890ع ۾ سينيٽري ڪميٽي قائم ڪئي وئي، جنهن کي مختيارڪار سنڀاليندو هو. 1946ع ۾ سجاول نوٽيفائيڊ ايريا ڪاميٽيءَ جو قيام عمل ۾ آيو. جنهن کي اپريل 1959ع ۾ ٽائون ڪاميٽيءَ ۾ تبديل ڪيو ويو. 1962ع ۾ بي. ڊي. او تحت يونين ڪائونسلون ٺاهيون ويون ۽ 2000ع ۾ تعلقي ڪائونسل جو قيام عمل ۾ آيو. سجاول تعلقي ۾ سرڪاري اسپتال، بنيادي صحت مرڪز توڙي سرڪاري ڪاليج، هاءِ اسڪول، مڊل ۽ پرائمري اسڪول قائم آهن. ان کان سواءِ خانگي شعبي ۾ پڻ تعليم ۽ صحت جون سهولتون ميسر آهن. سجاول



۾ پبلڪ لائبريري پڻ آهي، ان کان سواءِ مدرسہ هاشميہ نالي هڪ وڏي علمي درسگاهہ بہ موجود آهي.

ضلعي ٿيڻ کانپوءِ سجاول کي ميونسپل ڪاميٽيءَ جو درجو ملندو ۽ ضلعي ڪائونسل بہ ٺاهي پئي وڃي.

سجاول ضلعي ۾ ڪمند، سارين، ڪڻڪ، داليون، ڀاڄيون ۽ ٻيا فصل ٿين ٿا. سجاول جي مشاهيرن ۾ سوين شخصيتن جا نالا اچي وڃن ٿا، جن ۾ عالم، بزرگ، درويش، شاعر، ليکڪ سگهڙ ۽ سياستدان اچي وڃن ٿا. جن ۾ مولانا حاجي عبدالرحيم سجاولي، سيد محمد هاشم شاهہ، خانبهادر رئيس خير بخش لغاري، پير محمد شاهہ بخاري، حاجي مهر علي شاهہ، رئيس فضل محمد لغاري، رئيس جمال خان لغاري، سيد شير علي شاهہ، رئيس مظفر لغاري، احمد خان ميمڻ، سيٺ وسند مل، مولوي عبدالله ميمڻ، سيد شوڪت حسين عرف بابو شاهہ، سيد شفقت حسين شاهہ شيرازي، اعجاز شاهہ شيرازي، حاجي محمد محسن سنڌي وغيره شامل آهن. سماجي ڪارڪنن ۾ لکميچند، مولانا عبدالرزاق

ميمڻ، راجا عزيزهنگورو، عطاءُالله ميمڻ، غلام جيلاني خان غوري وغيره اچي وڃن ٿا. شاعرن ۽ اديبن ۾ ڏٽي بخش 'ناقص'، سرويچ سجاولي، محمد خان مجيدي، مريم مجيدي، ارشاد ساگر، عبدالله شاعر، سورج سجاولي، عبدالڪريم شورو، ساقي سجاولي، شمس الدين تراب، حاجي علي محمد شاڪر، آدم 'فائز'، عزيزجعفراڻي، ڊاڪٽر اسلم آزاد، يوسف پرديسي، اياز امر شيخ ۽ ٻيا شامل آهن.

سنڌ جي مشهور تعليمدان، اديب ۽ مفڪر سيد غلام مصطفىٰ شاهہ بہ عمرجو گهڻو حصو سجاول ۾ گذاريو. هن ابتدائي تعليم بہ هتان ورتي. سجاول تعلقي ۽ شهرتي وڏي تحقيق سان ڪتاب لکندڙ استاد ۽ اديب عزيز جعفراڻي بہ هتان جو هو. سنڌس ڀاءُ شمس جعفراڻي سنڌ حڪومت ۾ سيڪريٽري جي عهدي تان رٽائر ٿيو. خاص ڪري سيڪريٽري ڪلچر طور هن ڪافي نمايان ڪم ڪيا.

**سجاول جوڻيجو** (شهر): هي شهر تعلقي قنبر جو هيڊڪوارٽر آهي، جنهن جي پکيڙ 91859 ايڪڙ ۽ 371.90 اسڪوائر ڪلوميٽر آهي. هن تعلقي ۾ 4 يونين ڪائونسلون، 2 سرڪل، 7 تپا ۽ 32 ديهون شامل آهن. هي شهر/ ڳوٺ چيو وڃي ٿو تہ ٽي صديون اڳ رئيس سجاول خان جوڻيجي آباد ڪيو هو. هي سارين جو واپاري مرڪز آهي. هتي سارين جا ڪارخانا ۽ سيلر بہ آهن. هتي تعلقي جون آفيسون پڻ آهن. هتان جي ماڻهن جو گذر سفر زراعت ۽ چوپائي مال تي آهي. هن شهر مان چار روڊ نڪرن ٿا، جن مان هڪ ميروخان، ٻيو شهدادڪوٽ، ٽيون رتيديري ۽ چوٿون ڳڙهي خيري ڏانهن وڃي ٿو. 2010ع واري وڏيءَ ٻوڏ ۾ هن تعلقي کي ڪافي نقصان رسيو ۽ ڪيترا ڳوٺ پاڻيءَ هيٺ اچي ويا. هن شهر جي پرسان بزرگ پير ولي محمد شاهہ جي درگاهہ آهي، جنهن لاءِ اها روايت آهي تہ هي بزرگ سيد رڪيل شاهہ فتح پور واري جي خاندان مان هو.

**سڄڻ مڱڻهار**: ٿرجو مارواڙي راڳي سڄڻ ولد قادربخش ٻاہر مڱڻهار، ڀهرين جنوري 1964ع تي ڄائو. هن وقت شهر ڪپري، ضلعي سانگهڙ ۾ رهائش پذير آهي. هي نڪرن جو راجپوت مڱڻهار آهي. ڳائڻ وڄائڻ سندن خانداني پيشو آهي، جنهنڪري کيس ننڍپڻ کان ئي راڳ سان گهڻو لڳاءُ رهيو آهي. هن ان شوق سبب استاد رجب علي رضا کان راڳ جي سکيا ورتي. راڄ جي شادين خوشين ۾ ڳائيندو هو. اڳتي هلي درگاهن تي ٿيندڙ موسيقيءَ جي پروگرامن ۾ شريڪ ٿيڻ لڳو.



منتار فقير راڄڙ ۽ سيد حسن بخش شاهہ ڊنڙي واري جي درگاهن سميت ميرپورخاص ڊويزن جي ڪيترين ئي درگاهن جي ميلن ۾ ڳايو اٿس. کيس راجستان جي مارواڙي راڳ تي دسترس حاصل آهي. مارواڙي راڳ سبب کيس تمام گهڻي مقبوليت حاصل رهي آهي. هي هن وقت شهر ڪپري ۾ رهي ٿو ۽ پنهنجي فن کي جاري رکيو اچي.

**سچل شيخ**: موسيقار محمد سچل شيخ 1928ع ڌاري ڳوٺ بقاآباد تعلقي پني عاقل ۾ ڄائو. ننڍپڻ کان ئي موسيقيءَ ۾ دلچسپي هئس. استاد لونگ فقير جي شاگرديءَ ۾ رهي هارمونيم سکيو. ڪيترائي سال مشهور ڳائڻي بيگم فقيرياڻي سان گڏ محفلن ۾ باجو وڄايائين. بعد ۾ روهڙيءَ ۾ باجن جي مشهور ڪاريگر عبداللطيف پنجابيءَ کان باجا ٺاهڻ جو فن سکي پوءِ ڳوٺ ۾ دڪان کوليائين. 28 سال باجا ٺاهڻ جي هنر سبب پاڪستان توڙي هندستان ۾ سندس ٺاهيل باجا گهڻو پسند ڪيا ويا. هن ڪيترائي باجا ٺاهي مندرن ۽ صوفي درگاهن تي سوکڙي طور ڏنا. خواجہ معين الدين چشتيءَ جي درگاهہ جي قوالن کي بہ سندس باجا پسند هئا. هن2001ع ۾ وفات ڪئي. سندس پٽ ۽ پوٽا بہ ساڳئي فن سان لاڳاپيل آهن.

**سچل فقير جتوئي**: سچل فقير جتوئي ولد صوبدار خان جتوئي ڳوٺ احمد خان جتوئي، تعلقي دادوءَ ۾ سال 1912ع ۾ ڄائو. صوفياڻو ڪلام ڳائيندو هو. شاهہ جا سڀ سُر ڳائيندو هو. حضرت لعل شهباز جي ميلي ۾ ادبي ڪانفرنس ۾ کيس دعوت ڏئي گهرائيندا هئا، جتي عارفاڻو ۽ صوفياڻو ڪلام پيش ڪندو هو، جنهنڪري سامعين کي جهومائي وجهندو هو. شاديءَ جي موقعن تي بہ ڳائيندو هو. سندس پرستارن ۾ سائين جي. ايم. سيد، پير علي محمد راشدي ۽ تاجپور جا نواب شامل هئا، جيڪي کيس خاص موقعن تي گهرائيندا هئا. شاهہ عنايت جهوڪ واري جي سجاده نشين وٽ بہ محفلون ڪندو ۽ مهينن جا مهينا وٽن رهندو ۽ روزانو صوفياڻو ڪلام ڳائيندو هو.

هڪ ڀيري جيمخانہ ڪلب دادوءَ جي هڪ خاص محفل ۾ کيس نامور اديب تاج صحرائيءَ دعوت ڏئي گهرايو هو، جنهن محفل ۾ جسٽس خميساڻي، سيشن جج دادو ۽ ٻيا آفيسر ۽ شهر جا معزز ماڻهو شامل ٿيا هئا. هڪ دفعي منڇر ڍنڍ تي منعقد ٿيل موسيقيءَ جي محفل ۾ گورنر جنرل غلام محمد ۽ وڏو وزير پيرزادو عبدالستار بہ شريڪ ٿيا.

سچل فقير 1980ع ۾ وفات ڪري ويو.

**سحر انصاري**: اردو زبان جي مشهور اديب، شاعر ۽ نقاد سحر انصاريءَ جو اصل نالو انور مقبول انصاري آهي. هن اورنگ آباد (دکن) ۾ 1941ع ڌاري جنم ورتو پر سندس اباڻو ڳوٺ امروهہ هو. ستين ڪلاس تائين اورنگ آباد ۾ تعليم حاصل ڪيائين. 1950ع ۾ والدين سان گڏ ڪراچيءَ هليو آيو. 1958ع ۾ گورنمينٽ ڪاليج ناظم آباد ڪراچيءَ مان بي. ايس. سي ڪرڻ ڪانپوءِ ڪراچي يونيورسٽيءَ مان انگريزي ادب، اردو ادب ۽ لسانيات ۾ ايم. اي جون



سنَدون حاصل ڪيائين. تعليم مڪمل ڪرڻ ڪانپوءِ تدريس جي مشغلي سان وابستہ ٿيو. هن ڀهرين بلوچستان يونيورسٽيءَ ۾ خدمتون

سرانجام ڏنيون ۽ پوءِ ڪراچي يونيورسٽيءَ سان لاڳاپجي ويو ان کانپوءِ برٽش هاءِ ڪميشن جي اطلاعات شعبي ۾ انفارميشن آفيسر طور ملازمت اختيار ڪيائين.

سحر انصاريءَ، زندگيءَ جو پهريون شعر 15 سالن جي عمر ۾ هڪ طرحي مشاعري ۾ پڙهيو. شاعريءَ ۾ هي جالب مرادآباديءَ جو شاگرد آهي. سندس هيٺيان ڪتاب شايع ٿي چڪا آهن: (1) خدا سي بات ڪرتي هين، (2) ڏنڪ تال (ترجمو)، (3) نمود (1976ع).

سحر انصاريءَ جو اردو ادب سان گڏ سنڌي ادب جو به وسيع مطالعو آهي. هن لطيفيات ۽ ٻين ڪيترن اهم موضوعن تي مضمون لکيا آهن. ثقافت کاتي سنڌ جي ڪيترن ڪتابن خاص ڪري آغا سليم جي شاھ لطيف جي منظوم اردو ترجمي جي نظرثانيءَ ۾ سحر انصاريءَ جو ڪافي هٿ رهيو آهي. هي سنڌ اندر سنڌي- اردو ادبي مشاعرن ۽ ادبي ڪانفرنسن ۾ حصو وٺي چڪو آهي.

سرڪار پاران سندس ادبي خدمتن جي مڃتا طور کيس 'تمغه امتياز' جي اعزاز سان نوازيو ويو.

**سخي جڙيل شاھ جو مقبرو:** سخي جڙيل شاھ جو مقبرو ۽ درگاھ تعلقي ڪنگري، ضلعي خيرپورميرس ۾ واقع آهي. مقبرو ڳوٺ ڪولاب جيئل ۾ شيخ طيب جي مقبري کان ڪجھ مفاصلي تي موجود آهي. سخي جڙيل شاھ لاءِ اهو مشهور آهي ته هو صوفي منش بزرگ هو. مقبرو گهڻو آڳاٽو تعمير ٿيل معلوم ٿئي ٿو مقبري جي اڏاوت ۾ پڪل سرون ۽ گج گاري جو استعمال ڪيل آهي. جڏهن ته ديوارن تي چوني جو ليپو ڏنو ويو هو ويجهڙائي ۾ مقبري جون اڳيون وچ وارو حصو ڊهڻ سبب ان جي تعمير قديم طرز تي ٻيهر ڪئي وئي آهي. مهاڙي ۾ ساڳيءَ طرز جو ونگائون لنگھ تعمير ڪري دروازو هنيو ويو آهي. ٻنهي پاسن کان پانيل اٿس. مٿي ٻيڙهني وٽ تاج ٺهيل آهي. اها سموري نئين



تعميرسازي پڪين سرن تي سيمنٽ جي اوساريءَ سان ڪئي وئي آهي. مقبرو عاليشان عمارتسازي جو نمونو آهي. هن وقت سموري عمارت سالم بيٺل آهي، فقط پوئين حصي وٽان ديوار تان ليپو لهي ويو اٿس ۽ ڪجھ سرون پڻ اکڙڻ لڳيون آهن.

مهاڙيءَ ۾ ٻنهي پاسن کان ڪنڊن تي ٻه وڏا منارا آهن. مهاڙيءَ ۾ نڪتل ڪالمن ڪي نيرو رنگ ڏنل آهي. ڇت تي انڪنڊي ڳچ مٿان سفيد گول وڏو گنبذ ٺهيل آهي. ڳچ تي چوڦير منارن جي شڪل ۾ ننڍڙيون ٿنڀڙيون ۽ انهن مٿان نيلون لڳل آهن. جيڪي گنبذ جي سونهن ۾ اضافو ڪري بيٺيون آهن. ڇت تي ٻيڙهني تي چوڦير ڪنگريون اٿس. مقبري جي پر ۾ مسجد آهي. جنهن جي مهاڙي پڻ هن وقت نئين سر تعمير ڪئي پئي وڃي. مسجد کي سفيد رنگ جو چونو ڪيل آهي. مقبري ۽ مسجد جي اڱڻ کي ديوار جو احاطو ڏنل آهي. پر ۾ ننڍو قبرستان آهي. قبرن جون بنيون پڪين سرن جون آهن. جيڪي اڪثر برساتي پاڻي وغيره ۾ ڳري ويل نظر اچن ٿيون. مقبري اندر مزار سنگ مرمر جي نيرين سرن سان ٺهيل ٿلهي تي قائم چبوتري ۾ آهي. مزار تي هر سال 25 سفر جي ڏينهن کان عرس ملهائجي ٿو.

**سخي جنگو خان جو مقبرو:** هيءُ مقبرو سخي جنگي خان شر ولد محمد صالح شر جو مدفن آهي. پنهنجي وقت ۾ سماجي خدمتگار ۽ عام ڀلائي جي ڪمن ۾ اڳرو رهيو. مقبرو تعلقي ٺري ميرواھ، ضلعي خيرپور ميرس ۾ آهي، چوڌاري وڏو قبرستان اٿس، جنهن ۾ شر ذات وارن



سميت بوزدار قبيلي ۽ ذاتين وارن جون قبرون آهن.

هيءُ مقبرو پڪين سرن جو تعمير ڪيل آهي. ڪنهن به قسم جو ليپو ڏنل ڪو نه اٿس. مهاڙي ۾ ٻه لنگھ آهن. چوڪاٺ سان ڪاٺ جا دروازا لڳل هئا اهي هن وقت اکڙي نڪري ويا آهن. مقبري جي اوساري گج گاري سان ڪيل آهي. چوڌاري هڪ جهڙي طرز تي ڪالم ڪڍي عمارتسازي ڪئي وئي آهي. ٻيڙ ٻني تي ٻُني نموني تي ٿنڀڙين جي قطار چوڦير گهمي اچي ٿي. ٻيڙ ٻني تي چوني جو ليپو ڏنو ويو هو. جيڪو هينئر زبون حالي جي ڪري ڇٽي ويل آهي. وڏن انن ڪُنڊي

گچن تي بہ گنبذ رکيل آهن. جن تي توڊا ٺاهي انهن کي نيل جو نمونو ڏنو ويو آهي. گچن Drum ۾ چئني پاسن کان هوا ۽ روشني لاءِ روشندان ڇڏيا ويا آهن. مقبري ۾ اندر پکين سرن جي بڻين واريون پنج قبرون آهن. اندرئين طرف کان گچ کي چوني جو ليپو ڏنل آهن. اندر وچ تي ونگ ڏئي حجري کي ٻن حصن ۾ ورهايو ويو آهي. ٻنهي پاسن کان ديوارن ۾ محراب ۽ نمائشي ونگن جا نمونا ٺاهيا ويا آهن. مقبرو سنڀال نہ ٿيڻ سبب خستہ حال آهي، پيڙهہ کان ڪلر سبب سرون ڪاچي ويون آهن. مقبري ۾ اندر موجود ٻين قبرن لاءِ چوڻ آهي تہ اهي جنگو خان شر جي خاندان مان ٻاجهي خان، اولاڏي خان، جان محمد، محمد خان شرجون آهن. مقبرو ڪنهن بہ سرڪاري سنڀال ۽ اختيار هيٺ آيل ناهي.

**سخي سلطان شاهہ جو مقبرو:** سخي سلطان شاهہ جو مقبرو شهردادوءَ ۾ مارڪيٽ روڊ جي اتر ۾ ۽ مڇي مارڪيٽ جي اوڀر ۾ واقع آهي. سخي سلطان شاهہ جي مقبري جي اوڀر طرف کان دروازو آهي. سامهون وڏو ميدان اٿس، جتي هرجمعي تي مجلس ٿيندي آهي. ڳائڻا ۽ فنڪار ان هنڌ پنهنجي فن جو مظاهرو ڪندا آهن. سخي سلطان شاهہ جون ڪيتريون ڪرامتون مشهور آهن.

**سڊس، جيمس وليم** (William James Sidis): هي اوڻيهين صديءَ (1898ع) ۾ ان ڪانپوءِ هيل تائين دنيا جو سڀ کان ذهين جينئس ماڻهو هو جنهن جي I.Q سطح 250 کان 300 جي وچ ۾ هئي. هن کي انساني ڪئلڪيوليٽر ۽ لسانيات جو جينئس سمجهيو وڃي ٿو. I. Q يا Intelligence Quotient هڪ اهڙو ماپو آهي، جنهن جي ذريعي ڪنهن ماڻهوءَ جي ذهانت کي ڪٿي سگهجي ٿو ۽ ڪجهہ ٽيسٽن ذريعي انسان جي سوچڻ ۽ سمجهڻ ۽ مسئلا حل ڪرڻ جي قوت جو اندازو لڳائي سگهجي ٿو عام رواجي ماڻهوءَ جي آءِ ڪيو سطح 95 کان 105 ٿيندي آهي، جيڪا مختلف وقتن تي پنج پوائنٽ گهٽ وڌ ٿي سگهي ٿي. ڪنهن جينئس ماڻهوءَ جي سڃاڻپ ان ذريعي ٿي سگهي ٿي.



سڊس 1 اپريل 1898ع ۾ نيويارڪ ۾ ڄائو هو آمريڪا ۾ رهندڙ روسي مائٽن جو پٽ هو جيڪو ڇهن سالن جي عمر ۾ هڪ گرامر اسڪول ۾ داخل ٿيو ۽ صرف 8 سالن جي عمر ۾ هاءِ اسڪول (12 درجو) پاس ڪيائين. هن هارورڊ يونيورسٽيءَ ۾ داخلا وٺڻ جي ڪوشش ڪئي، پر ننڍي عمر هئڻ سبب ڪيس انتظار ڪرڻ لاءِ چيو ويو پر آخرڪار 11 سالن جي عمر ۾ هارورڊ جو ننڍي ۾ ننڍو شاگرد بڻيو ۽ 16 سالن جي عمر ۾ گريجوئيشن ڪيائين ۽ 18 سالن جي عمر ۾ هارورڊ لا اسڪول ۾ داخلا ورتائين، ڪجهہ وقت يونيورسٽيءَ ۾ ميٿميٽڪس بہ پڙهايائين. ايترو گهڻو هوشيار هئڻ ڪري هن کي گهڻي توجهہ ۽ پبلسٽي ملي، جنهن هن کي بيزار ڪري ڇڏيو ان جي ڪري هو تنهائي پسند ٿي ويو ۽ گمنام بڻجي ويو.

هن 46 سالن جي ڄمار ۾، 17 جولاءِ 1944ع ۾ وفات ڪئي. اهڙن جينئسن لاءِ عموماً چوندا آهن تہ سندن ڪا ڪل ٽڙيل بہ هوندي آهي، ان ڪري ڪڏهن ڪڏهن غير رواجي عمل ڪندا آهن.

**سراج القلوب مع روايت امام جعفر صادق عليہ السلام:** هن قلمي نسخي ۾ پاڻ ڪريم حضرت محمد مصطفیٰ صلي الله عليہ وسلم جن کان يهودين جا ڪيل سوال ۽ انهن جا مليل جواب ڏنل آهن، جيڪي حضرت امام جعفر صادق عليہ السلام کان نقل آهن. هن ڪتاب جي مرتب جي نالي ۾ تضاد آهي. ڪن اهو ڪم ابو منصور سعد الغزنوي جي نالي تہ ڪن وري شيخ ابو بڪر بن عبدالله ڏانهن منسوب ڪيو آهي. ڪتاب جي شروعات هيئن ٿئي ٿي:

"الحمد لله رب العالمين والعاقبہ للمتقين والصلواة
واسلام علي رسولہ محمد وآلہ اجمعين......"

۽ ڪتاب جي پڇاڙي هيئن ٿئي ٿي:

"......آمين رب العالمين تمت
لااله الا الله محمد رسول الله صلي الله عليہ وسلم."

هن قلمي نسخي جي ڪاتب ۽ ڪتابت واري سال بابت ڪا خبر نٿي پوي. ڪتاب خط نستعليق ۾ لکيل آهي. 59 صفحن تي مشتمل هي ڪتاب سنڌي ادبي بورڊ جي قلمي نسخن ۾ محفوظ آهي.

**سراج المومنين (قلمي):** هي قلمي نسخو سچو مختلف ديني ۽ اخلاقي ڳالهين تي مشتمل آهي ۽ اصل نسخي ۾ ان کي 'رسالہ نصائح' بہ ڄاڻايو ويو هن ۾ اڪثر حديثن بابت ڪافي معلومات ملي ٿي. علم فقہ بابت بہ ڪافي ڄاڻ آهي. هن ڪتاب جو مصنف عبدالرسول بن يار محمد نورنگزادو آهي. ڪتاب جي شروعات هنن لفظن سان ٿئي ٿي.

"ساراهيان احب کي جو حاڪم حڪيما"

۽ اختتام هيئن ٿئي ٿو:

"...... في التاريخ الثاني من شهر ذي القعدة
في وقت زوال في يوم السبت 1301هہ مع
الخير والعافية بفضل ايزدمتعالي تمام شد
الهیٰ برآنکس کہ اين خط نوشت
عفو کن گناهش عطا کن بهشت"

هي قلمي نسخو فقير حاجي احمد جو خط نسخ ۾ ڪتابت ٿيل آهي. 396 صفحن تي مشتمل هي ديني قلمي ڪتاب سنڌي ادبي بورڊ جي قلمي نسخن ۾ محفوظ آهي.

**سرتاڻي، لالي ٻائي ميگهو مل:** ميگهواڙ برادريءَ جي پهرين ماسترياڻي، دادي لالي ٻائي ميگهو مل سرتاڻيءَ جو جنم ڇيلهار، ضلعي ٿرپارڪر ۾، 01 مئي 1926ع تي ٿيو هن پنهنجي چاچي، ناميارِي اديب ۽ 'تاريخ ريگستان' جي مصنف رائچند راٺوڙ ۽ پاءِ استاد

ياني مل سرتاڻيءَ جي ڪوشش سان ۽ پنهنجيءَ محنت ۽ لگن سان تعليم حاصل ڪئي. ذهين شاگرديائي هئڻ ڪري، هن 1941ع ۾ سنڌي فائنل جي امتحان ۾ سڄيءَ سنڌ اندر پهريون نمبر کٽي، ناماچاري حاصل ڪئي. سندس پهرين مقرري پرائمري ماستريائيءَ جي حيثيت ۾ ميرپورخاص لڳ پرائمري گرلس اسڪول ڪاڻ ۾، 5 آڪٽوبر 1943ع تي ٿي. هن پنهنجي مڙس ماستر ساهو مل نگاڻيءَ سان گڏجي مختلف ڳوٺن ۽ شهرن- ڊينگاڻ پرڳڙي، چيلهار، پوريلي ۽ ڪُڏي جان محمد رند ۾ استاد جي حيثيت سان فرض سرانجام ڏنا. سماج ۾ پنتي پيل ذاتين مينگهواڙن، پيلن وغيره جي نياڻين کي تعليم ڏيارڻ ۽ اڳتي وڌائڻ ۾ دادي لالي ٻائيءَ جو ڪردار تمام مثانهون آهي. اج بہ ٿرپارڪر ۾ دادي لالي ٻائي هڪ ذهين ۽ همدرد ماستريائيءَ طور سڃاتي وڃي ٿي.



دادي لالي، 18 جولاءِ 2008ع تي ديهانت ڪري وئي ۽ ڪيس پنهنجي اباڻي ڳوٺ چيلهار، تعلقي ڇاڇري ۾ دفن ڪيو ويو جتي سندس ور پڻ ابدي آرامي آهي.

**سردار قريشي:** مختلف اخبارن ۽ رسالن جو ايڊيٽر رهندڙ ناميارو صحافي، سردار محمد ولد تاج محمد قريشي، 12 اپريل 1944ع ٽنڊي غلام علي، ضلعي بدين ۾ ڄائو. هن پرائمري ۽ سيڪنڊريءَ جي تعليم ٽنڊي غلام عليءَ مان ورتي. پوءِ خانگي اميدوار طور مئٽرڪ حيدرآباد بورڊ مان، انٽر ڪراچي تعليمي بورڊ مان ۽ گريجوئيشن ڪراچي يونيورسٽيءَ مان ڪيائين.



سردار قريشيءَ صحافتي ڪيريئر جو آغاز 1958ع ڌاري سنڌي اخبار عبرت جي نمائندي طور ڪم ڪيو. صحافت جي عملي سکيا ۽ مطالعي بعد روزاني مهراڻ، عبرت، خادم وطن ۽ نواءِ سنڌ وغيره ۾ ڪالم ۽ ترجما ڇپائڻ شروع ڪيا. 1962ع ۾ سنڌ جي پهرين نيوز ايجنسيءَ 'ماسٽر نيوز سروس' لاءِ حيدرآباد جو نمائندو ٿي رهيو ان بعد اي. ايس. پي نيوز ايجنسيءَ لاءِ ڪم ڪيائين. 1972ع ۾ ڪراچيءَ مان نڪرندڙ واحد سنڌي اخبار هلال پاڪستان جي ادارتي عملي ۾ شامل ٿيو.

1980ع ۾ هن روزاني هلال پاڪستان جي ايڊيٽر طور ذميواريون سنڀاليون ۽ ڊسمبر 1981ع تائين فائز رهيو. سردار قريشيءَ 83-1982ع ڌاري اردو ڳالهائيندڙن ۾ سنڌي ادب متعارف ڪرڻ لاءِ سنڌيءَ جي برک اديبن جون ڪهاڻيون اردوءَ ۾ ترجمو ڪري 6 ڪتاب ترتيب ڏنا، جيڪي 'ممتا پبليڪيشن ۽ ادب اڪيڊميءَ' پاران ڇپايا ويا.

سردار قريشي، 1986ع ۾ اردو رسالي ماهوار صنعتڪار جو ايڊيٽر مقرر ٿيو ان بعد 1989ع ڌاري ڪراچيءَ جي اردو اخبار 'سويرا' جو ايڊيٽر ٿيو ڪجهه عرصو سنڌي اخبار 'جاڳو' ۾ نيوز ايڊيٽر ٿي رهيو. جنهن بعد هفتيوار انگريزي اخبار 'بليٽ' جي ايڊيٽر طور خدمتون سرانجام ڏنائين. 93-1992ع دوران هي روزاني عوامي آواز جو ايڊيٽر رهيو. جنهن ڪانپوءِ روزاني برسات جي باني ايڊيٽر طور ڪم ڪيائين، اتي جلد ئي ڪيس مشهور شاعر شيخ اياز سان گڏجي ڪم ڪرڻ جو موقعو مليو.

سردار قريشيءَ 1997ع ۾ 'دي انڊسٽريلسٽ' رسالي جو چيف ايڊيٽر ٿيو ان بعد اردو اخبار عصر جاري ڪيائين. هي 1999ع ڌاري روزاني تعمير سنڌ اخبار جو سينيئر ايڊيٽر ٿي رهيو. 2004ع ۾ ٻيهر ڪيس روزاني هلال پاڪستان جي ادارت جون ذميواريون مليون. جنهن دوران ڪيس دل جو عارضو ٿي پيو ۽ باءِ پاس آپريشن ڪرايائين.

سندس ڇپيل ڪتابن ۾: (1) آفتن جي دور ۾ (ڪالم: 2000ع) ۽ (2) برسات ۾ سڙيل گهرن جو ماتم (ڪالم: 2004ع) شامل آهن. پهرئين مجموعي تي ڪيس 'سگا' پاران اوارڊ پڻ مليو.

هن وقت سردار قريشي صحت جي ڪمزوريءَ سبب اڪثر وقت گهر ۾ گذاري ٿو ۽ ڪالم نگار طور مختلف اخبارن ۽ رسالن ۾ لکي پيو. هي ڪراچي پريس ڪلب، ڪراچي يونين آف جرنلسٽ، پاڪستان آرٽس ڪائونسل ۽ پاڪستان رائيٽرز گلڊ جو ميمبر پڻ آهي. هن وقت ڪي. ڊي. اي ڪراچيءَ ۾ رهائش پذير آهي ۽ پنهنجي اڻ ڇپيل ڪتابن کي اڪلائي رهيو آهي. سندس شادي 1969ع ڌاري نوابشاهه مان ٿي، ڪيس ٻن پٽن ۽ ٽن نياڻين جو اولاد آهي.

**سرشاري، قاضي عبدالحئي 'قائل'**: ناميار شاعر، استاد، مصور ۽ سماج سڌارڪ قاضي عبدالحئي قائل سرشاري ولد قاضي عبدالحق 'عبد'، 17 ڊسمبر 1917ع تي ٺل، ضلعي جيڪب آباد ۾ جنم ورتو. سندس اصل ڳوٺ رتوديرو، ضلعو لاڙڪاڻو هو. پر سندس والد ملازمت سانگي عارضي طور تي ٺل ۾ رهائش پذير هو. قاضي عبدالحئي قائل پنهنجي ڳوٺ رتيديري جي پرائمري اسڪول مان ابتدائي تعليم حاصل ڪرڻ بعد مدرسہ اسڪول لاڙڪاڻي ۾ داخلا ورتي، جتان مئٽرڪ جو امتحان پاس ڪري، 1933ع ۾ ورنيڪيولر فائنل جو امتحان ڏنائين. انهيءَ دور ۾ هي تر جو



پهريون سنڌي مسلمان هو، جنهن ورنيڪيولر تائين تعليم حاصل ڪئي هئي.

قاضي عبدالحئي قائل 1935ع ۾ داروغي جي حيثيت سان پنهنجي عملي زندگيءَ جي شروعات ڪئي، 1940ع ۾ تعليم کاتي ۾ پرائمري استاد مقرر ٿيو. جنهن دوران هن تعليم به جاري رکي ۽ ايليمنٽري ۽ انٽر گريڊ ڊرائنگ جا امتحان سٺن نمبرن ۾ پاس ڪري، ڊسمبر 1946ع ۾ سيڪنڊري اسڪول رتيديري ۾ ڊرائنگ استاد مقرر ٿيو. قاضي عبدالحئي ڊرائنگ جي استاد هئڻ سان گڏ ٻيا مضمون به مهارت سان پڙهائيندو هو. 1958ع ۾ کيس ڊرائنگ ٽيچرس ٽريننگ لاءِ سانگهڙ موڪليو ويو. جنهن بعد 1965ع ڌاري کيس ترقي ڏئي 'ماسٽر آف ڊرائنگ' جي سند سان نوازيو ويو. اهڙيءَ ريت هن محنت، قابليت ۽ سچائيءَ سان پنهنجي ملازمت جو مقرر عرصو پورو ڪري 1975ع ۾ رٽائر ڪيو. قاضي عبدالحئي قائل پنهنجي دور جو هڪ مجيل ۽ شفيق استاد ٿي رهيو. سندس شاگردن ۾ نيب جو اڳوڻو چيئرمئن (رٽائرڊ) جسٽس ديدار حسين شاهه، ثقافت کاتي جو اڳوڻو سيڪريٽري عبدالقادر منگي، شهيد بشير خان قريشي، عبدالقادر ابڙو، نادر حسين مرڪياڻي ۽ ٻيا شامل آهن.

قاضي عبدالحئي قائل سرشاريءَ تعليم سان گڏوگڏ ادب، شاعري، صحافت، سماجي ڀلائيءَ جي ميدان ۾ پڻ پاڻ ملهايو. هو شاعريءَ ۾ 'قائل' تخلص استعمال ڪندو هو. سندس شاعريءَ ۾ استاد الله بخش سرشار عقيلي هو ۽ پنهنجي استاد جي نالي جي نسبت سان هو پاڻ کي 'سرشاري' سڏرائيندو هو. هن رتيديري شهر ۾ 'لطيف ادبي سنگت' جو بنياد وڌو جنهن جي پليٽ فارم تان ادبي پروگرام توڙي هفتيوار ادبي ڪلاس ۽ عروض جي مختلف صنفن تي سنڌي ٻوليءَ جي ناميارن اديبن کان ليڪچر جا پروگرام منعقد ٿيندا رهندا هئا. قاضي عبدالحئي قائل ادبي سرگرمين ۾ اشاعتي حوالي سان رتيديري ۾ 'سنڌڙي ڪتابي سلسلي' جو بنياد وڌو جنهن اداري طرفان سنڌيءَ ٻوليءَ جا ناياب ڪتاب ڇپجي مارڪيٽ ۾ آيا، جن ۾ پروفيسر ڊاڪٽر عطا محمد حاميءَ جي مقالن جو مجموعو 'وکريل موتي' ناميار ي شاعر استاد بخاريءَ جو ڪتاب 'لهر لهر دريا'، مزاحمتي شاعر سرڪش سنڌيءَ جو پهريون ڪتاب 'امن آب حيات'، مقصود گل جي شاعريءَ جو مجموعو 'رت پنا رابيل' ۽ عبدالغفار تبسم جو ڪتاب 'مٽيءَ جا سر' قابلِ ذڪر آهن. قاضي قائل سرشاري سماجي حوالي سان عشر زڪوات ڪميٽي رتيديري جو ميمبر به هو. کيس ڪميٽيءَ جو چيئرمين مقرر ڪيو ويو، هن پنهنجي گهر جي اوطاق عشر زڪوات ڪاميٽيءَ جي آفيس لاءِ ڏئي ڇڏي، جڏهن ته پنهنجي گهر جو ڪجهه پلاٽ مسجد لاءِ وقف ڪري ڇڏيو جتي هن وقت به سندس نالي پٺيان 'قاضي مسجد' قائم ٿيل آهي. سندس چيئرمئن شپ واري دور ۾ سندس ايمانداري، قابليت ۽ غريب پروريءَ جو قدر ڪندي عشر زڪوات جي وزارت کيس حڪومت جي خرچ تي حج ڪرڻ جي آڇ ڪئي، پر اهو چئي انڪار ڪيائين ته: "آءٌ صاحبِ زڪوات آهيان، حڪومت جي پاران غريبن واري فنڊ جي پئسي مان حج ڪرڻ منهنجي لاءِ مناسب ناهي." جنهن ڪانپوءِ پنهنجي ذاتي خرچ تي جون 1989ع ۾ حج ڪرڻ ويو جتي سخت گرميءَ ۾ حج جا ارڪان ادا ڪندي کيس ناچاڪائيءَ جو منهن ڏسڻو پيو ۽ ڪجهه وقت علالت بعد 23 جولاءِ 1989ع ۾ مڪي شريف ۾ وفات ڪيائين. سندس آخري آرامگاهه جنت المعلیٰ، مڪي پاڪ (سعودي عرب) ۾ آهي. کيس ڇهن پٽن جو اولاد آهي، جن ۾ قاضي خضر حيات، مقصود گل، قاضي اختر حيات ۽ قاضي منظر حيات آهن، جيڪي سنڌي ادب ۽ آرٽ جي مختلف صنفن ۾ پاڻ مڃائي چڪا آهن. قاضي عبدالحئي 'قائل' جي زندگي ۽ شخصيت تي سندس فرزند ۽ اديب قاضي منظر حيات ايم. اي سنڌيءَ جي آخري سال ۾ 'هڪ شخصيت، هڪ ادارو' جي نالي سان مونوگراف لکيو جيڪو بعد ۾ 'هڪڙو پيارو ماڻهو' عنوان سان ڪتابي صورت ۾ شايع ٿيو. قاضي عبدالحئي قائل سرشاريءَ جي نالي پٺيان رتيديري ۾ 'عبدالحئي قاضي ماڊل اسڪول' ۽ ڪراچيءَ ۾ 'قاضي عبدالحئي لٽرري اڪيڊمي' پڻ قائم ٿيل آهن.

**سر ڪائوسجي جهانگير_1 (CSI)**: سر ڪائوسجي جهانگير، پارسي برادريءَ جو هڪ اهم اڳواڻ ٿي گذريو آهي. جنهن 1812ع ڌاري ممبئيءَ ۾ جنم ورتو. سندس وڏا ارڙهين صديءَ ۾ سورت کان لڏي



بمبئي آيا هئا. اصل ۾ سندس ابا ڏاڏا ايران کان آيا هئا ۽ زرتشت جا پيروڪار هئا. ڪائوسجي جهانگير سخي، عوام دوست ۽ خيرجي ڪمن ۾ اڳيرو، وڏو صنعتڪار ۽ واپاري هو. هن صنعت ۽ واپار ۾ تمام وڏو نالو ڪمايو. سر ڪائوسجي جهانگير 1866ع ۾ بمبئيءَ جي انڪم ٽيڪس ڪمشنر طور به ڪم ڪيو. هن جي خير ۽ ڀلائيءَ وارن ڪمن، اسپتالن، اسڪولن ۽ چرين جي علاج لاءِ اسپتالن کولائڻ وغيره جي ڪري 1871ع ۾ کيس (Companion CSI of the most exalted order of the Star of India) جو خطاب مليو ۽ 1872ع ۾ هن کي 'سر' (Night Bachelor) جو لقب پڻ ڏنو ويو. هن عيسائين جي ديولن جي تعمير ۾ پڻ مدد ڪئي ۽ هن بمبئيءَ ۾ اڪيلائيءَ جي شڪار ماڻهن لاءِ آرام گهر ٺهرايا. هن جو بمبئي يونيورسٽيءَ سان وڏو لاڳاپو رهيو ۽ هن اتي گلبرٽ اسڪاٽ (Gilbert Scott) جي نگرانيءَ هيٺ ڪنووڪيشن هال پڻ جوڙايو. سر ڪائوسجي جهانگير بمبئي يونيورسٽي، سينيٽ ۽ سول انجنيئرنگ ڪائونسل جو ميمبر به هو. کيس انگريز سرڪار 'جسٽس آف پيس' (Justice of Peace) به مقرر

ڪيو هو. هن حيدرآباد، سنڌ ۾ چرين جي اسپتال ناهڻ ۾ وڏي مالي مدد ۽ سهڪار ڪيو. ڇاڪاڻ ته سندس زندگيءَ جو مقصد انسانيت جي خدمت ڪرڻ هو. هو ذات پات ۽ رنگ نسل کان مٿيرو ٿي، انسانذات جي ترقيءَ لاءِ پاڻ پتوڙيندو رهيو. هن لنڊن جي ليجنڊ پارڪ ۾ هڪ ڦوهارو نصب ڪرايو. ان ڪانسواءِ يونيورسٽي آف ايڊنبرگ ۾ مجسمو (Bust) پڻ موجود آهي، پر اها خبر پئجي نه سگهي آهي ته ڄاڻايل يونيورسٽيءَ لاءِ سندس ڪهڙيون خدمتون هيون. حيدرآباد، سنڌ ۾ قائم ڪيل چرين جي اسپتال کي سندس نالي سان 'سر ڪائوسجي مينٽل هاسپيٽل' سڏيو ويندو آهي.

سر ڪائوسجي 1878ع ۾ وفات ڪئي. سندس وفات واري ڏينهن کيس هڪ پٽ ڄائو، جنهن جو نالو پڻ ڪائوسجي جهانگير رکيو ويو. جيڪو پڻ بمبئيءَ جي پارسي برادريءَ جو اهم اڳواڻ گذريو آهي.

**سر ڪائوسجي جهانگير مينٽل هاسپيٽل:** هيءَ ايشيا جي پهرين دماغي ۽ نفسياتي اسپتال آهي. حيدرآباد کان اڳ، لاڙڪاڻي ۾



قائم هئي، پوءِ حيدرآباد ويجهو ٽنڊي گدوءَ ۾ قائم ڪئي وئي. پهرين پهرين هتي انهن مريضن کي داخل ڪيو ويندو هو، جن جو ذهني توازن ٺيڪ نه هئڻ ڪري چريائپ واري حالت ۾ هوندا هئا. حيدرآباد جي تاريخ ۾ هيءَ اسپتال، 19 صديءَ ۾ سول اسپتال ۽ پوليس اسپتال کان به اڳ جي آهي، جڏهن اهي ٻئي اسپتالون ان وقت تائين صرف ڊسپينسريون هيون. هن مينٽل اسپتال جي تعمير ٽنڊي گدو بندر ۾ 1871ع ۾ عمل ۾ آئي. هن اسپتال لاءِ زمين ديوان گدو مل جي پونيرن تحفي طور ڏني، جڏهن ته ان جي اڏاوت جي اڌ رقم ممبئيءَ جي مشهور پارسي سر ڪائوسجي جهانگير ڏني. ان زماني ۾ اسپتال جي اڏاوت کي ڪل لاڳت 6844.5 روپيا آئي هئي. سر ڪائوسجيءَ کان سواءِ باقي رقم حڪومت فراهم ڪئي. اسپتال اٽڪل 25 ايڪڙن جي ايراضيءَ تي پکڙيل آهي، جنهن ۾ ايڊمنسٽريشن بلاڪ کان سواءِ ڪيترائي وارڊ آهن. 1941ع ۾ اسپتال جي عمارت کي ٻيهر شاندار نموني تعمير ڪيو ويو. هيءَ ايشيا جي وڏين دماغي اسپتالن ۾ شمار ٿئي ٿي. هن عمارت ۾ هڪ وڏو ڪانفرنس هال ۽ شاندار آڊيٽوريم به آهي. خطرناڪ ۽ ويڙهاڪ مريضن جو وارڊ بلڪل ڌار آهي. هن اسپتال ۾ 360 بسترن جي گنجائش آهي.

(حوالو: حيدرآباد، عشرت علي خان، ڪريمي بڪ هائوس حيدرآباد، 2006ع)

**سرمد اياز:** نئين ٽهيءَ جي مقبول راڳي، سرمد اياز جو پورو نالو اياز حسين ولد غلام حيدر مهيسر آهي. هن 1974ع ڌاري ڳوٺ لونگ مهيسر تعلقي ميهڙ ۾ جنم ورتو. بي. اي تائين تعليم حاصل ڪيائين. کيس ڳائڻ جو شوق ننڍپڻ کان هو. مشهور قومي راڳي سرمد سنڌيءَ کان متاثر ٿي موسيقيءَ جي سکيا ورتائين. هن استاد صادق علي، سرمد سنڌي ۽ استاد انور عليءَ کان راڳ جي سکيا ورتي. هارمونيم ۽ ڪي بورڊ ساز وڄائڻ به ڄاڻي ٿو.



سندس ڳايل مشهور گيتن ۾: (1) تو کي چاهيو بندش هوندي، (2) پيار پنهنجو پرين، (3) ناهڻ ڪو نه ڏينداسين ڏئو- وغيره شامل آهن.

هن وقت تائين سرمد اياز جون 22 آڊيو ڪئسيٽون ۽ 5 وڊيو سي ڊيون مارڪيٽ ۾ اچي چڪيون آهن. ان ڪانسواءِ هي قومي ڪاڄن ۽ نجي محفلن ۾ به ڳائي ٿو. سرمد اياز اڄڪلهه ڪوٽڙيءَ ۾ رهائش پذير آهي.

**سُرهين جو محلو:** ٺٽي جي قديم جاگرافي بيان ڪندي پير حسام الدين راشدي 'ڳالهيون ڳوٺ وٺن جون' ۾ ڄاڻائي ٿو ته، "ٺٽي جا سُرهيا جيڪي ريشم ۽ پرت خواه زردوزيءَ جو اعليٰ ڪم ڪندا هئا، سي سيئي سرهين جي محلي ۾ رهندا هئا. سرهيا پنهنجي تجارت سبب نهايت شاهوڪار ۽ خوش پوشاڪ هئا، انهن ۾ ڪو ورلي غريب هوندو هو. ورنه گهڻو ڪري سڀ جا سڀ خوشحال هئا. زردوزيءَ ڪانسواءِ آچارن ۽ چٽڻين ناهڻ ۾ به هي قوم مشهور هئي. اڄ تائين به شڪارپور ۽ لاڙڪاڻي جا سرهيا تمام بهترين آچار ناهيندا آهن. سيد محمود، ٺٽي جو ڪامل بزرگ انهي محلي ۾ رهندو هو ۽ دفن به سرهين جي محلي ۾ ٿي ٿيو."

**سرهيو، محمد يوسف:** محمد يوسف ولد حاجي خان سرهيو، 11 سيپٽمبر 1944ع تي دادو شهر ۾ ڄائو. ابتدائي تعليم دادوءَ مان حاصل ڪيائين. بي. اي سچل سرمست ڪاليج حيدرآباد مان سال 1965ع ۾ ڏنائين. ايم. اي 1967ع ۾ ڪيائين. 1961ع کان 1974ع تائين استادي پيشي سان منسلڪ رهيو. 1974ع کان 1976ع تائين ٽي سال ڊپٽي ٽريفڪ مئنيجر سنڌ روڊ ٽرانسپورٽ ڪارپوريشن رهيو. هن سماجي سرگرمين ۾ به وڏي



چڙهي حصو ورتو. سگا جو نائب صدر ۽ صدر به رهيو. هن پهريون پيرو

مخدوم بلاول سيمينار ڪرائي، سنڌ جي تاريخ جي اهم سورمي مخدوم بلاول جي ڪارنامن کان عوام کي روشناس ڪرايو. هن پنهنجي ايامڪاريءَ ۾ روشن تارا اسڪول قائم ڪيو. ان ڪانسواءِ غريب ۽ مسڪين ماڻهن جي سهائتا لاءِ ميڊيڪل ڪئمپون لڳرايون. محمد يوسف سرهيو سماجي ۽ ثقافتي تنظيمن سان وابسته پڻ رهيو. جن ۾ سپر اسٽار ڪرڪيٽ ڪلب، دادو اسپورٽس ايسوسيئيشن ۽ نوجوان تنظيم دادو شامل آهن.

**سرهيو، مولانا عبدالقادر قاضي**: مولانا قاضي عبدالقادر سرهيو ولد الهورايو خان سرهيو، شهر ڍرڳهه بالا تعلقي جوهي، ضلعي دادوءَ ۾ سال 1344هه/1925ع تي جنم ورتو. پرائمري تعليم پنهنجي ڳوٺ واري اسڪول مان حاصل ڪيائين. ان ڪانپوءِ ديني علم حاصل ڪرڻ لاءِ مولانا حاجي محمد حمزي سرهيي صاحب جي مدرسي ۾ داخل ٿيو. جتي قرآن شريف، عربي، فارسي، فقه ۽ فتاويٰ جي سَنَدَ حاصل ڪيائين. مولوي محمد حمزي جي وفات بعد وڌيڪ تعليم مولانا عبدالله بروهي بلوچستاني مستوانيءَ وٽان حاصل ڪيائين. پوءِ ڪتاب مولانا امير محمد شاهه اميناڻي شريف واري وٽ پورا ڪري سَنَدَ ميرٽ حاصل ڪيائين. مولانا عبدالقادر سرهيي ڪي علم ميراث ۽ علم فقه ۾ خاص عبور حاصل هو. ايتريقدر جو سندس شمار مشهور فقيهن ۽ عالمن ۾ ٿيڻ لڳو ۽ مولانا صاحب کي مناظري جي حيثيت ۽ حاضرجوابيءَ ۾ خاص ملڪو حاصل هو. مولانا صاحب وٽ عوام جا فيصلا ايندا هئا ته هو اُهي پنهنجي خداداد صلاحيتن سان حل ڪندو هو. ڪيس وڏيرا ۽ رئيس پنهنجو امين مقرر ڪندا هئا ۽ سندن فيصلا قبول ڪندا هئا.

مولانا عبدالقادر سرهيو پنهنجي ڳوٺ ۾ ديني مدرسو قائم ڪيو. جتي تقريباً ويهه سال درس ۽ تدريس جاري رکيائين. سندس مدرسي مان ڪيترائي طالب علم عالم ۽ حافظ ٿي ويا. مولانا صاحب ملاڪاتيار وارن بزرگن جو مريد هو. ان ڪري بزرگ ملاڪاتيار وارن پنهنجي صاحبزادن جي تعليم لاءِ ڪيس پاڻ وٽ گهرايو. پاڻ تقريباً 30 سال ملاڪاتيار جي بزرگن وٽ خطيب ۽ مدرس جي حيثيت ۾ رهيو ۽ درگاهه جي مريدن جا فيصلا ۽ تحريرات جوڪم ڪندا رهيو. جتي آخري الوداع جي تاريخ تائين درگاهه تي رهيا.

مولانا صاحب 5 جولاءِ 2003ع مطابق 4 ربيع الاول 1424ع ۾ وفات ڪئي. سندس آخري آرامگاهه ملاڪاتيار ۾ آهي.

**سريالي** (گاهه) : هيءَ گاهه سنڌ، پنجاب، گجرات ۽ سنڌ جي ساموندي پٽين وارن علائقن ۾ عام جام آهي. هن گاهه جو تعلق Graminaceae خاندان سان آهي ۽ نباتياتي زبان ۾ Andropogon Contertus جي نالي سان سڃاتو وڃي ٿو. هن جو ڪانو تقريباً هڪ کان ٽي فٽ اُپو ٿئي ٿو. جنهن ۾ لسا پن ٿين ٿا. مٿيون حصو به شاخو ۽ بجدار ٿئي ٿو. سطحي ڪنارو پڻ بوجارو. گلن جا ڇڳ سادا، هلڪا مڙيل، گلن جو هيٺاهون حصو اڻ بجيو ۽ پنڪڙيون وارن واريون ٿين ٿيون. سنگ جا وار ڊگها ۽ پشم دار ٿين ٿا. جيمس. اي موري، پنهنجي ڪتاب Plants and Drugs of Sindh جي صفحي 13 تي هن گاهه کي مقامي ٻولي (سنڌي) ۾ سُرري، سَرَرَ جي نالي سان به سڏيو آهي. ساڳئي صفحي تي جيمس. اي موري، ڊاڪٽر اسٽيوُرٽ جو حوالو ڏيندي لکيو آهي ته:

"ڊاڪٽر اسٽيورٽ موجب هن گاهه جا ٻه ٻج ڏڪار جي ڏينهن ۾ تمام گهٽي تعداد ۾ واپرايا وڃن ٿا. ان ڪانسواءِ هن جا پن جانورن جي چاري (گاهه) لاءِ بهترين خوراڪ طور استعمال ٿين ٿا."

**سريچند پنجومل صابلاڻي**: سريچند پنجومل صابلاڻي، 5 مئي 1945ع تي لاڙڪاڻي ۾ جنم ورتو. ورهاڱي ڪانپوءِ الهاس نگر (مهاراشٽر انڊيا) ۾ وڃي مائٽن سان گڏ رهائش پذير ٿيو. پڙهي ماستر ٿيو. هن وقت رٽائر زندگي گذاري پيو. گذريل 15، 20 سالن کان الهاس نگر ۾ 'ليڊر ايڪسپريس روزاني اخبار پاران' پنهنجي ماءُ 'مجني ٻائيءَ' جي ياد ۾ انعام ڏيندو آهي. سريچند صابلاڻي خود رٽائرڊ اُستاد آهي، پر انعام سدائين 'نان ٽيچنگ اسٽاف' ۽ ٻين سماجي ڪارڪنن کي ڏيندو آهي. ان پروگرام جي ٻي خوبي اها آهي ته شروع کان وٺي پروگرام جي مهمان خاص (Chief Guest) مسز موهن ڪؤر مانڪو، گرو گوبند هاءِ اسڪول جي هيڊماسترياڻي رهندي اچي، 'ماتا مجني ٻائي ٽرسٽ' ۾ ڪُل 35 ميمبر آهن. سريچند صابلاڻي فائونڊر ۽ هن وقت ان جو صدر آهي. انعام ڳنڍيون پري ڏنا ويندا آهن. جنهن پٺيان صابلاڻيءَ جي اڻٿڪ محنت هوندي آهي. 'ليڊر ايڪسپريس' جو ايڊيٽر سندس پٽ آهي. پر پاڻ ايڊيٽوريل لکندو آهي، جنهن لاءِ مقامي اخبارنويسيءَ ۾ سندس هاڪ ۽ ڌاڪ آهي، تڪو منو لکڻ جو ڪيس پنهنجو انداز آهي. رستي ويندي صابلاڻي سدائين پنڌ نظر ايندو. هٽ ۾ وزندار اخبارن سان پريل ٿيلهو. اهي اخبارون سندس ڏي وٽ جو خزانو آهن. سڃاڻپ ۽ گڏرسفر جو وسيلو آهن.

الهاس نگر جا شهري سريچند صابلاڻيءَ کي اخبار کان وڌيڪ 'ساڌ ٻيلا اسڪول ۽ گرلس ڪاليج' جي ڪري سڃاڻن. هڪ بي طمع خدمتگار طور هن اسڪول ۽ ڪاليج کولائي ڏيڻ ۾ ٽرسٽ وارن سان گڏجي سرتوڙ ڪوششون ڪيون ۽ آخر ۾ ڪاميابي حاصل ڪري سنڌونگر واسين کي چڻ ٻي بها سوکڙي ڏني. ان سڄي جاکوڙ تي هن هڪ ڪتاب به لکيو آهي. شروعات ۾ رام دادلاڻيءَ جي چوڻ تي هن 'هريش دادلاڻي هاءِ اسڪول' جي نالي 12 جولاءِ 1972ع تي پلاٽ لاءِ درخواست ڏني. 27 جولاءِ 1972ع تي اهو پلاٽ اسڪول لاءِ سفارش ٿيو. رام دادلاڻي، لُساڌ ٻيلا ٽرسٽ' جو ٽرسٽي ۽ جهوليلال جو پيروڪار آهي. ان ڪيس عرض ڪيو ته اهو پلاٽ 'ساڌ ٻيلا ايجوڪيشن ٽرسٽ' جي نالي وٺي ان لاءِ صابلاڻيءَ کي چڱا پاپڙ ويلڻا پيا. تعليمدان، سياستدان، فلمي دنيا، مطلب ته زندگيءَ هر شعبي جي ماڻهن کان هن سرڪار تي زوربار آندو ۽ آخر ۾ سندس محنت ثابت ٿي، ٻه ايڪڙ پلاٽ 'ساڌ ٻيلا ايجوڪيشن ٽرسٽ کي مفت ۾ الاٽ ٿيو ۽ 31 آگسٽ 1977ع تي هنن

كي گرانٽ ان ايڊ (Grant in aid) سان 'سنڌي ميڊيم اسڪول' لاءِ منظوري ملي ۽ 1 جون 1979ع تي هن اسڪول جا سڀ پلان ڪرايا ويا. اهو سمورو ڪم صابلاڻيءَ اڪيلي سر 'ساڌو هيلا ٽرسٽ' جي سايي هيٺ ڪيو. 15 آڪٽوبر 1979ع تائين ٽرسٽ وارن اسڪول کولڻ جي ڪا بہ تياري نہ ڪئي، ان ڪري لاچار سريچند 'ساڌهيلا ٽرسٽ' سامهون بک هڙتال جو نوٽيس ڏنو ۽ نيٺ 11 جون 1984ع تي اسڪول وجود ۾ آيو. هاڻي اُتي سنڌي، هندي ۽ انگلش ميڊيم اسڪول هلندڙ آهن. گرلس ڪاليج کي جدا شاندار عمارت آهي. ڪن سببن ڪري 'ساڌ هيلا ٽرسٽ' وارن سريچند صابلاڻيءَ تي 12 مئي 1987ع تي بندش جا حڪم جاري ڪيا، جنهن لڳن ۽ اورچائيءَ سان هن اسڪول لاءِ پلاٽ ۽ منظوري ورتي ۽ پوءِ 'ماتا مجني بائي ستڪار سمتي' معرفت هن خدمت جو ڪم جاري رکيو اخبار بہ شروع ڪيائين.

اڄ ساڌهيلا ايجوڪيشن ٽرسٽ جا اهي اسڪول ۽ ڪاليج سنڌي بانيڪارن جي هٿ ۾ ڪونہ آهن. عمارتن تي نالا سڀ سنڌين جا آهن، دان پڻ سڀ سنڌين وٽان مليل آهي، پر واڳ ڏور هنن جي هٿ ۾ ڪانہ آهي. سريچند صابلاڻي ويچارو بہ خاموش آهي، بندش وارا حڪم پيو ڏيکاري، پر سنڌي سماج جو وڏو نقصان ٿيو آهي. سريچند صابلاڻيءَ کي الهاس نگر/ سنڌو نگر جو ڪک پڻ پيارو آهي. سنڌي سماج کي منجهانئس اميد آهي تہ هو وري اڳ وانگر بک هڙتال جهڙا قدم کڻي، هن سنڌي ميڊيم اسڪولن جي اصل حيثيت ضرور بحال ڪرائيندو. *(ڪونج: مئي، جون 2013ع)*.

**سرينگر:** سرينگر، مقبوضہ جمون ۽ ڪشمير جي گاديءَ جو هنڌ آهي، جيڪو جهلم نديءَ جي ڪناري، 5200 فوٽ بلنديءَ تي ڪشمير واديءَ ۾ واقع آهي. شفاف ڍنڍن ۽ بلند پهاڙن جي وچ ۾ آباد سرينگر، ڪيتري عرصي کان سياحتي مرڪز رهندو آيو آهي ۽ اتان جي معيشيت جو وڏو



ذريعو آهي. شهر مان لنگهندڙ جهلم درياهہ تي ڪاٺ جون ست پُليون ۽ ان مان نڪرندڙ واهہ شهر جي خوبصورتيءَ ۾ اضافو ڪن ٿا. سرينگر جون خوبصورت مسجدون ۽ مندر شهر جي شهرت جو باعث آهن. هتي موجود درگاهہ حضرت بلؒ ۾ نبي پاڪ ﷺ جو وار مبارڪ بہ رکيل آهي. هتي جي جامع مسجد، ڪشمير جي سڀ کان وڏي مسجد آهي، جيڪا پندرهين صديءَ ۾ ٺهي هئي. سرينگر جي 'ڊل' ڍنڍ پنهنجي خوبصورتيءَ ڪري سڄيءَ دنيا ۾ مشهور آهي. هتان جا شاليمار ۽ نشاط باغ بہ بيحد سهڻا آهن. هن شهر ۾ قالين سازي ۽ ريشم جون صنعتون قائم آهن. ان ڪانسواءِ چمڙي، ڪاٺ ۽ پتل مان ٺهيل مصنوعات دنيا ۾ پسند ڪيون وڃن ٿيون. هتي 1969ع ۾ ڪشمير يونيورسٽي قائم ٿي. هتان ڪشمير وادي ۽ نانگا پربت جو نظارو ڪري سگهجي ٿو پرپاسي ۾ موجوده پهاڙن تي شاهہ بلوط، صنوبر ۽ ديودار جا وڏي تعداد ۾ وڻ موجود آهن. سرينگر جي آبادي 10 لکن جي لڳ ڀڳ آهي.

**سسي نيزي پاند (ڪتاب):** هي ڪتاب محمد عثمان ڏيپلائيءَ جو، مشهور روسي ناول نگار آسٽروسٽڪيءَ جي ضخيم ناول Till the Steel was Tempered جو انتهائي مختصر ۽ آسان سنڌيءَ ۾ ڪيل ترجمو آهي. سن 1955ع ۾ زوري لاڳو ڪيل ون يونٽ خلاف سنڌي اديبن، صحافين، دانشورن ۽ شاگردن سخت احتجاجي مهم هلائي، ان تحريڪ ۾ محمد عثمان ڏيپلائيءَ تمام گهڻو حصو ورتو ۽ 1958ع واري مارشل لا ۾ ڪيس گرفتار ڪري جيل ۾ پڻ وڌو ويو. ون يونٽ ٽوڙ تحريڪ ۾ ڏيپلائي صاحب دنيا جي مختلف ملڪن ۾ هليل انقلابي تحريڪن ۽ آزاديءَ جي پسمنظر ۾ مسلسل پنج ناول لکيا، جيئن سنڌي نوجوانن کي جذبو ملي. انهيءَ سلسلي ۾ ڏيپلائي صاحب هين ناولن کان سواءِ امڙ (1958ع)، انور پاشا، جاپاني گُڏي لکيا، جيڪي سمورا سرڪار پاران ضبط ڪيا ويا. انهيءَ سلسلي جو پنجون ناول 'سسي نيزي پاند' 1957ع ۾ يوڪرين ۾ اٿيل انقلابي تحريڪ بابت سرجيل آهي.

هن ناول لکڻ جو مقصد ڏيپلائي صاحب هن ريت بيان ڪيو آهي: "نونهال پنهنجي قوم ۽ وطن جي آئيندي جا وارث ۽ مالڪ آهن. انهن کي جهڙي تربيت ۽ تعليم ننڍي هوندي ملندي، وڏي هوندي اهڙا ئي بنبا آهن. ان ڪري اهو بلڪل ضروري آهي تہ اسان جي نئين ٽهيءَ کي اهڙا سبق سيکارجن، جن ۾ بهادريءَ جو جوهر پيدا ٿئي ۽ وڏي هوندي هو پنهنجي قوم ۽ ملڪ لاءِ مفيد ثابت ٿين، هنن مان احساس ڪمتري نڪري وڃي، جيڪا منجهن بزدل ۽ گدڙ صفت ليڊرن جي پيدا ڪيل هجي ۽ هو مرد ميدان بنجي انهن وحشين ۽ ظالمن سان پوريءَ طرح مقابلا ڪن،






جيڪي سنڌن قوم ۽ وطن جا دشمن هجن."

هن ناول ۾ 110 صفحن تي مشتمل آهي. پهريون ايڊيشن ڊسمبر 1957ع واري ماهوار انسان ۾ ڇپيو جنهن جي قيمت ڏيڍ روپيه هئي. ٻيو ايڊيشن پريات پبليڪيشن طرفان 1973ع ۾، ۽ ٽيون ايڊيشن روشني پبليڪيشن ڪنڊيارو، سردار پريس حيدرآباد مان ڇپائي پڌرو ڪيو، جنهن جي قيمت 15 روپيا آهي.

**سعدالله صديقي، مخدوم:** مخدوم سعدالله صديقي سيوستاني ولد محمد حسن قاري عالم ۽ خطاطيءَ جو ماهر هو. مخدوم صاحب جا ٻيا چار پٽ: مخدوم محمد عارف، مخدوم عبدالواسع، مخدوم محمد صالح صوفي، مخدوم محمد مراد به عالم هئا. هڪ ڀيري مير مراد علي خان ٽالپر سيوهڻ جي قاضي مخدوم محمد عارف کي لکيو ته حيدرآباد لاءِ ڪو چاڻو مفتي ۽ قاضي ڏياري موڪلي. هن مير صاحب ڏانهن پنهنجي پٽ کي 'جامع العلوم سعدالله' جي تعارفي خط سان ڏياري موڪليو. مير صاحب کي اها عبارت پڙهي حيرت لڳي، ۽ هن سندس آزمائش لاءِ ڪانئس طب، نجوم، عربي ادب، فارسي شاعري، علم عروض ۽ ٻين علمن بابت سوال ڪيا ۽ هو سچ پچ 'جامع العلوم' نڪتو ۽ مير صاحب کيس جامع العلوم تسليم ڪندي کيس حيدرآباد جو قاضي مقرر ڪيو.

قاضي صاحب هڪ بي پرواهه بزرگ هو. ان ڪري ميراڻي نوڪري پسند نه ڪندي، هڪ مهيني کانپوءِ قضا جو عهدو ڇڏي، مير جام خان وٽ ٽنڊي جام ۾ وڃي رهيو. جام صاحب، قاضيءَ جو پراڻو واقف ۽ معتقد هو. مخدوم صاحب حيدرآباد ۾ 13 صديءَ جي اڌ ڌاري وفات ڪئي.

**سعيد احمد اعوان:** علم ۽ ادب دوست آفيسر ۽ موجوده سيڪريٽري ڪلچر، ٽوئرزم ۽ اينٽي ڪوئٽيز سنڌ، سعيد احمد اعوان، 26 سيپٽمبر 1964ع تي اڳوڻي ڊپٽي ڪمشنر منظور علي اعوان جي گهر ۾، جيڪب آباد



۾ جنم ورتو سندس تعليمي لياقت ايم. اي (اڪنامڪس) آهي. هن ملازمتن جي ڪيريئر دوران مختلف ڪاتن ۾ خدمتون سرانجام ڏنيون آهن، جهڙوڪ: (1) ڊائريڪٽر سيٽلمينٽ اينڊ سروي، بورڊ آف روينيو (2) ايڊيشنل سيڪريٽري ناٿو ڪاتو (3) پروگرام ڊائريڪٽر سنڌ سٽيز امپروومينٽ انويسٽمينٽ پروگرام (21 ڊسمبر 2011ع کان 27 سيپٽمبر 2012ع تائين)، (4) سنڌ حڪومت جي راندين واري ڪاتي جو سيڪريٽري (30 سيپٽمبر 2012ع کان 20 مارچ 2013ع)، (5) 10 اپريل 2013ع کان سندس خدمتون ثقافت ڪاتي حڪومت سنڌ جي حوالي ڪيون ويون. هن وقت جيئن ته ثقافت، سياحت ۽ نوادرات ڪاتا ملائي هڪ ڪاتو ڪيو ويو آهي، ان ڪري وٽس ٽنهي شعبن جون انتظامي ذميواريون آهن.

سعيد احمد اعوان مطالعي جو بيحد شوق رکي ٿو سندس والد به علم دوست شخص هو جنهن سچل سرمست جي عرس ۽ ڪانفرنس ڪوٺائڻ ۾ وڏي دلچسپي ورتي هئي. سعيد اعوان صاحب ۾ به والد واريون ساڳيون خوبيون ۽ ادبي ذوق موجود آهي. هن ثقافت ڪاتي ۾ مقرريءَ دوران ڪيترائي اهم ڪتاب ڇپرائي پڌرا ڪيا آهن ۽ موهن جي دڙي جي تحفظ، توڙي ڪلچرل ڪامپليڪسن جي تياريءَ ۾ وڏي دلچسپيءَ سان ڪم ڪري رهيو آهي.

**سعيد خان، نواب:** نواب حفظ الله جي وفات کانپوءِ نواب سعيد خان عرف خانزاد خان چنگيز 1700ع ۾ ٺٽي ۽ سيوهڻ سرڪار جو صوبيدار مقرر ٿيو ۽ هن پنهنجي پٽ ارشد خان کي ٺٽي جو نائب مقرر ڪيو ان وقت سنڌ، اورنگزيب ۽ سندس پٽ جي پٽ جي حوالي هئي. ڪاهان (ڳاها)، بوبڪ، سن، هالاڻي ڪبير پرڳڻا سيوهڻ سرڪار جي هٿ هيٺ هئا. هن پرڳڻي ۾ مغلن خلاف بغاوت زور تي هئي، زميندارن ڍلن ڏيڻ کان انڪار ڪيو هو ان ڪري مغل نوابن مقامي ماڻهن خلاف باهه ٻاري ڏني. مقامي سردار قيصر خان پنهور کي نواب سعيد خان جهُڪائي نه سگهيو، نتيجي طور مغل شهزادي کيس هٽائي فضل الله کي سيوهڻ جو صوبيدار مقرر ڪيو. نواب سعيد خان آخري ڏينهن سنڌ ۾ گذاريا ۽ 1704ع ۾ وفات ڪئي.

**سعيد سومرو:** نوجوان شاعر سعيد سومرو ولد حاجي گل محمد سومرو، 4 فبروري 1977ع تي قمبر ۾ پيدا ٿيو هن ايم. اي (اردو ادب) 2000ع ۾، شاهه عبداللطيف يونيورسٽي خيرپورميرس مان ڪئي. سعيد سومري 1992ع ۾ شاعريءَ جي شروعات ڪئي. مختلف اخبارن ۽ رسالن ۾ ڇپجندو رهيو آهي. 1994ع ۾ سنڌي ادبي سنگت قمبر جو ميمبر ۽ سنگت جي اخبار 'لڪڻهار' جو ايڊيٽر ٿيو هن 2001ع ۾ 'ڪنول پبليڪيشن قنبر' جو بنياد وڌو، جنهن پاران 200 کن مختلف ليکڪن جا ڪتاب ڇپائي چڪو آهي. هن جي شاعريءَ جا ٻه ڪتاب: (1) 'سرءُ جي اداس سانجهه' (2000ع)، ۽ (2) 'درد جي باک' (2001ع) ڇپجي چڪا آهن. کيس 2001ع ۾ عباسي ڪلهوڙا تنظيم سنڌ، 'ڊاڪٽر تنوير عباسي اوارڊ' ڏنو



**سعيده گوپانگ:** سنڌياڻي تحريڪ جي اڳوڻي مرڪزي اڳواڻ ۽ عوامي جمهوري پارٽيءَ جي مرڪزي نائب صدر سعيده گوپانگ، 15 جون 1979ع تي تعلقي جوهيءَ جي ڳوٺ بچل خان رند ۾ محمد رمضان گوپانگ جي گهر ۾ جنم ورتو هن ابتدائي 5 درجا پنهنجي ڳوٺ ۾ پڙهيا. ڇهين کان مئٽرڪ تائين جوهيءَ ۾ پڙهي،



انٽر (پري ميڊيڪل گروپ) 1998ع ۾ زبيده گرلس ڊگري ڪاليج حيدرآباد مان ڪيائين. 2003ع ۾ بي. اي جي گورنمينٽ ڊگري گرلز ڪاليج نئي مان ڪرڻ کانپوءِ سنڌ يونيورسٽيءَ مان سوشالاجيءَ ۾ ايم. اي ڪيائين. هن ڪراچيءَ مان ڪمپيوٽر ۽ نرسنگ جاڪورس به ڪيا ۽ ڪجهه عرصو ڪراچيءَ جي هڪ غير سرڪاري اداري 'Collective For Social Sscience & Research' ۾ ريسرچر طور ڪم ڪيو.

سعيده گوپانگ پرائمري تعليم دوران سجاڳ ٻار تحريڪ ۾ شامل ٿي. انٽر کانپوءِ 'سنڌي گرلز اسٽوڊنٽس آرگنائيزيشن' (S.G.S.O) حيدرآباد جي ميمبر ٿي، 2009ع کان 2010ع تائين سنڌياڻي تحريڪ جي مرڪزي جنرل سيڪريٽري رهي. 2011ع ۾ سنڌياڻي تحريڪ (پليجو گروپ) کي ڇڏي عوامي جمهوري پارٽيءَ ۾ شامل ٿي ۽ هن وقت مرڪزي نائب صدر طور ڪم ڪري رهي آهي.

سعيده گوپانگ اسڪول ۽ ڪاليج ۾ پڙهڻ دوران ڪمپيئرنگ ڪئي ۽ تقريري مقابلن ۾ حصو ورتو ۽ ڪيترا انعام کٽيا. هيءَ 96-1995ع ۾ پاڪستان ٽيليويزن تان ٻارن جي پروگرام 'روشن تارا' جي به ڪمپيئر رهي. عوامي تحريڪ دوران گرفتار ٿي، جيل به وئي. مزدورن جي حقن جي حامي رهي. 'فشر فوڪ فورم' جي پليٽفارم تان ٺيڪيداري نظام خلاف چار سال جدوجهد ڪيائين. سنڌي عورتن جي حقن لاءِ آواز اٿاريندي رهي آهي.

سعيده گوپانگ سٺي ليکڪا آهي. مضمون، ڪالم ۽ ڪهاڻيون لکيون اٿس. صحافت سان به وابسته رهي آهي. جوهيءَ جي تاريخ ۾ پهرين سنڌي عورت آهي، جيڪا 1995ع ۾ روزاني اخبار 'سنڌ' جي تعلقي جوهيءَ جي رپورٽر رهي.

**سُفيدو** (وڻ): هي ڊگهي قد وارو وڻ، وچ اوڀر ۽ يورپ جو مقامي وڻ آهي. هن وقت وسيع پيماني تي دنيا جي ٻين حصن ۾ به سفيدي جا وڻ



پوکيا وڃن ٿا. هن وڻ کي انگريزيءَ ۾ Lombardy Poplar چوندا آهن. ان جو نباتاتي نالو Populus nigra L. آهي. هي وڻ 'Salicaceae' خاندان جي ٻين جنسن مان هڪ وڻ آهي. پاڪستان ۾ هي وڻ بلوچستان، سنڌ، خيبر پختونخوا ۽ پنجاب کان سواءِ دير، چترال، سوات، گلگت بلتستان، لداخ ۽ ڪشمير جي علائقن ۾ به عام ۽ وڏي تعداد ۾ ٿئي ٿو. هن وڻ جو مجموعي قد 30 ميٽر ڊگهو ۽ مٿيون حصو چٽيءَ نما ويڪرو، ڇانو ڏيندڙ هوندو آهي. وڻ جي ٿڙ تي وڏا وڏا اپريل چوڏا ٿيندا آهن. وڻ تي نيون ڦٽندڙ شاخون دائري نما گول ۽ مخروطي ٿين ٿيون، جيڪي شروعاتي ڏينهن ۾ ڦڪي رنگ جون ۽ بعد ۾ خاڪي (ناسي) رنگ جون ٿي وينديون آهن. وڻ جي ڊگهين شاخن جا پن 5 کان 10، 4 کان 8 سينٽي ميٽرن جا ننڍا ۽ بيضوي شڪل جا ٿين ٿا، انهن جا مُنهن نوڪدار، حاشيو سنهو ڏاٽيدار ۽ ڏاٽا، آري نما گول ٿين ٿا. ننڍين شاخن جون پتيون ننڍيون ۽ موڪريون ٿينديون آهن. هر هڪ گل ۾ 20 کان 30 نر ٻور ملن ٿا. هن جون گلدار شاخون 10 کان 15 سينٽي ميٽر ڊگهيون ٿين ٿيون.

**سڪندر آفتاب خضر**: نئين ٽهيءَ جي شاعر ۽ چترڪار، سڪندر آفتاب خضر ولد قاضي خضر حيات، 18 ڊسمبر 1975ع تي، رتيديري، ضلعي لاڙڪاڻي ۾ جنم ورتو سندس تعلق هڪ علمي ۽ ادبي گهراڻي سان آهي. سڪندر آفتاب ابتدائي تعليم نوابشاهه ۾ ورتي. بعد ۾ هن بي. اي سول انجنيئرنگ جي ڊگري حاصل ڪئي، جنهن کانپوءِ هو گورنمينٽ هاءِ اسڪول سڪرنڊ ۾ آرٽ ٽيچر مقرر ٿيو ۽ هن وقت هُو نوابشاهه ۾ آرٽ جي استاد طور پنهنجون ذميواريون نڀائي رهيو آهي.



هن شاعريءَ جي شروعات 1987ع کان ڪئي، شاعريءَ ۾ سندس چاچي قاضي مقصود گل سندس رهنمائي ڪئي. بعد ۾ مختلف وقتن تي ناميارې شاعر عبدالحڪيم ارشد کان رهنمائي حاصل ڪندو رهيو. 'پريتم قاضي' جي قلمي نالي سان لکندو رهيو آهي. سندس شاعريءَ جو هڪ ڪتاب 'احساسن جا عڪس' ڇپجي پڌرو ٿي چڪو آهي. ان کان علاوه سندس ترتيب ڏنل هڪ مجموعو 'آجپي جي گيت جهڙي شاعري' پڻ ڇپجي چڪو آهي، جنهن ۾ هن پنهنجي استاد، برک شاعر عبدالحڪيم ارشد جي شاعري ترتيب ڏني آهي. سندس شاعري انور حسين وسطڙو، غلام شبير سومو ۽ ٻيا فنڪار ڳائي چڪا آهن.

هي شاعر هجڻ سان گڏوگڏ هڪ چترڪار پڻ آهي. هن جي نالي تي سندس والد، قاضي خضر حيات، نوابشاهه ۾ 'سڪندر آرٽ گئلري' قائم ڪئي آهي، هيءَ آرٽ گئلري ڪاشيءَ جي فن ۽ آرٽ جو بهترين نمونو آهي.

**سڪندر سرواڻ**: شاعر، صحافي ۽ ڊرامانگار، سڪندر سرواڻ جو اصل نالو سڪندر علي ولد ڪوڙو خان سومرو آهي. هن 22 جون 1957ع تي ڳوٺ هيري خان لغاري، تعلقي جوهيءَ ۾ جنم ورتو. ابتدائي تعليم ڳوٺ جي پرائمري اسڪول مان حاصل ڪرڻ کانپوءِ ويجهڙائيءَ ۾ مٽبل

اسڪول جي سهولت نہ هئڻ ڪري پڙهڻ ڇڏي هڪ سال تائين درزڪو ڪم وڃي سکيو. جڏهن ڳوٺ علڻ خان لغاريءَ ۾ مڊل اسڪول کليو تہ ان ۾ داخلا وٺي اٺون درجو پاس ڪيائين.



هن مٽرڪ گورنمينٽ هاءِ اسڪول جوهيءَ مان ڏني. 1980ع ڌاري 'انٽر ڊپلوما ان ڪامرس' گورنمينٽ ڪمرشل انسٽيٽيوٽ دادوءَ مان ڪيائين. 1983ع ۾ سنڌ يونيورسٽي ڄام شوري مان بي. اي اڪنامڪس ۽ 1988ع ۾ ڪراچي يونيورسٽيءَ مان سنڌيءَ ۾ ايم. اي ڪيائين. هن وقت هو وفاقي اردو يونيورسٽيءَ جي سنڌي شعبي ۾ ايم. فل ڪري رهيو آهي.

ادب سان ڪيس ننڍپڻ کان لڳاءُ هو ۽ هن 1976ع کان لکڻ جي شروعات ڪئي. سندس پهرين لکڻي 'ٻاراڻو نظم'، روزانہ اخبار آفتاب حيدرآباد ۾ ڇپيو. جنهن بعد هن 'سڪندر سرواڻ' ادبي نالو اختيار ڪيو. هن جون شروعاتي لکڻيون رسالي گل ڦل ۽ اخبارن ٻاران نڪرندڙ ادبي صفحن ۾ ڇپبيون رهيون. 1989ع ۾ هن 'مرڪ' نالي هڪ رسالو ڪڍيو. جيڪو 1996ع تائين جاري رهيو. پاڻ ان جو ايڊيٽر هو. 1992ع ۾ سندس ٻاراڻي شاعريءَ جو پهريون مجموعو 'سرها گل ساٿيهہ جا' ڇپيو. 1992ع کان 1994ع تائين اردو رسالي 'ٽوٽ بٽوٽ' جي سنڌي حصي جو انچارج رهيو. مختلف سنڌي اخبارن: روزاني پڪار، سنڌ سجاڳ، روزانہ هلال پاڪستان ۾ هفتيوار ڪالم لکندو رهندو آهي. هن وقت سندس ڪالم روزاني ڪوشش، عبرت ۽ جيجل اخبارن ۾ ڇپجندا رهن ٿا.

سڪندر سرواڻ، ريڊيو پاڪستان ڪراچيءَ سان 1982ع کان وابستہ ٿيو. جتي هن شاگردن جو پروگرام شروع ڪيو. جنهن ۾ ڪيترن نصابي ڪتابن کي ڊرامائي روپ ۾ پيش ڪيائين. 1985ع کان ريڊيو ڪراچيءَ تي 'پڙهوءَ پرايو' پروگرام شروع ڪيائين. جيڪو اڄ ڏينهن تائين جاري آهي. ان کان سواءِ ٻيا بہ ڪيترا پروگرام ڪيا. هو سئو ڪمپيئر آهي. هن وقت بہ FM-93 تي پروگرام ڪندو آهي. هن ڪيترن فنڪارائن جهڙوڪ: فوزيہ سومرو ۽ ڪوثر مارئيءَ جي ڪيترين ڪئسٽن ۾ ڪمپيئرنگ ڪئي.

ڪيس ڊراما ليکڪ جي حيثيت ۾ ڪافي مقبوليت حاصل رهي آهي. سندس پهريون سولو پلي 'هيل نہ آئين سانورا' 2006ع ۾ ڪي. ٽي. اين تان نشر ٿيو. جنهن ڪانپوءِ هن جا ڪي. ٽي. اين تان ٺي 'فنڪار جي عيد'، 'قرباني قبول'، 'هميشہ لاءِ جدا' ڊراما نشر ٿيا. اهڙيءَ طرح سنڌ ٽي. ويءَ تان هن جو سلسليوار ناٽڪ 'اندر جنين اڌ' سيريل ۽ 'سونهن' عنوان سان سيريل ۽ سولو پلي 'پيار جي ڇانءَ ۾'، 'سندرتا جوانت'، 'حاصلات جي منزل'، 'ڪڏهن الوداع نہ چئجان' وغيره هليا. هن پنهنجي سيريل سونهن ۾ اداڪاري بہ ڪئي. سندس ريڊيو ڪراچي، سنڌ ٽي. وي ۽ ڌرتي ٽي. ويءَ تان ڪيترا انٽرويو نشر ٿي چڪا آهن.

سڪندر سرواڻ، آڪٽوبر 1978ع ۾، شاگرديءَ واري زماني ۾ گرفتار ٿيو ۽ شيرين سومرو واقعي تي احتجاج سبب فوجي ڪورٽ کيس هڪ سال سزا ٻڌائي هئي.

سڪندر سرواڻ کي ادبي ۽ صحافتي خدمتن تي ڪيترا اوارڊ جهڙوڪ: (1) سنڌ بورڊ آف ٽيڪنيڪل ايجوڪيشن پاران بهترين مضمون نويسيءَ جو اوارڊ ۽ سند (1978ع)، (2) اجرڪ آرٽ اينڊ ڪلچرل گروپ سنڌ پاران بهترين ريڊيو ڪمپيئر جي سند ۽ اوارڊ (1979ع)، (3) سنڌي ٻولي اٿارٽيءَ پاران ٻاراڻي شاعريءَ جي ڪتاب 'سرها گل ساٿيهہ جا' تي اوارڊ (1993ع)، (4) سنڌي ادبي سنگت سنڌ پاران ٻاراڻي ادب تي تعريفي سند (1993ع)، (5) مهراڻ معلوماتي انجمن سنڌ پاران بهترين ڪمپيئر جو اوارڊ (1994ع)، (6) پنائي معلوماتي انجمن ٺٽي پاران بهترين ڪمپيئر اوارڊ ۽ سند (1995ع)، (7) پنائي معلوماتي انجمن ٺٽي پاران بهترين ڪمپيئر اوارڊ ۽ سند (1995ع)، ۽ (8) ريڊيو لسنر معلوماتي انجمن سنڌ پاران بهترين ڪمپيئر اوارڊ ۽ سند (1999ع) ملي چڪا آهن. هن وقت نيشنل انشورنس ڪمپنيءَ ۾ ملازمت ڪري رهيو آهي.

**سڪندر منڊرو، ڊاڪٽر**: ناميارو سياستدان ۽ پيپلز پارٽيءَ جو اڳواڻ ڊاڪٽر سڪندر منڊرو ولد نارو خان منڊرو، 7 جولاءِ 1943ع تي بدين ۾ ڄائو. هن پرائمري، ثانوي ۽ اعليٰ ثانوي تعليم بدين مان حاصل ڪرڻ ڪانپوءِ ايم. اي، ايم.بي.بي.ايس ۽ ايم.سي.پي.ايس جون ڊگريون حاصل ڪيون. ڊاڪٽر سڪندر منڊري جو ابتدا کان وٺي پاڪستان پيپلز پارٽيءَ سان گهرو واسطو رهيو آهي ۽ سندس شمار بدين ضلعي جي اهم پارٽي اڳواڻن ۾ ٿئي ٿو.



ڊاڪٽر سڪندر منڊرو 1993ع ۽ 1997ع وارين چونڊن ۾ پيپلز پارٽيءَ جي پليٽفارم تان ايم. پي. اي چونڊيو ويو. 2013ع وارين چونڊن ۾ پڻ پي. ايس- 58 بدين-II ۽ اولڊ بدين- IV واري ٽڪ تان ڪاميابي حاصل ڪيائين. هن وقت ڊاڪٽر سڪندر منڊرو، سنڌ حڪومت ۾ قانون ۽ پارليامينٽري معاملن جو صوبائي وزير آهي.

ڊاڪٽر سڪندر منڊري جي گهرواري ڊاڪٽر خالده سڪندر تر جي نامور ڊاڪٽرياڻي آهي ۽ هميشہ ماڻهن جي سماجي ڀلائيءَ وارن ڪمن ۾ اڳيري رهندي آئي آهي. سندن مستقل رهائش ميمڻ محلي بدين ۾ آهي.

**سڪندري سليما شرح ڪريما** (ڪتاب): هي نصيحت آميز نڪتن سان ڀرپور مشهور ڪتاب فارسي ڪريما جي ترجمي ۽ تشريح تي مشتمل آهي. حضرت شيخ شرف الدين مصلح سعدي شيرازيءَ جي هن

سڪرامداس اوجها

ڪتاب جو منظوم سنڌي ترجمو ۽ نثر ۾ تشريح مولانا فقير شاهه محمد سڪندريءَ پٽافيءَ ڪئي آهي.

هڪ رنگي ٽائيٽل، ڊبل ڪرائون سائيز، ڪچي جلد ۽ سادي ڪاغذ تي شايع ٿيل هي ڪتاب 98 صفحن تي مشتمل آهي، ڪتاب شوال 1431ھ/ سيپٽمبر 2010ع تي شارح خود شايع ڪرايو آهي جنهن جي قيمت 90 روپيا ڄاڻايل آهي.

**سڪرامداس اوجها، مهاراج**: ڪراچيءَ ۾ سلهه (T.B) خلاف جهاد ڪندڙ شخص ۽ 'اوجها انسٽيٽيوٽ آف چيسٽ ڊزيزز' (Ojha Institute of Chest Diseases) جو اصل بنياد وجهندڙ ڪير هو، اها ڄاڻ شايد گهٽ سنڌ واسين کي نه هجي. بين الاقوامي مڃتا ماڻيندڙ سلهه جي هيءَ اسپتال، جيڪا هن وقت ڊائو ميڊيڪل هاسپيٽل ۽ يونيورسٽيءَ سان لاڳاپيل آهي، اُن جو بنياد وجهندڙ شخص، مهاراج سڪرامداس اوجها هو، جنهن پنهنجي وڏي ڀاءُ ڏيپچند تيجنداس جي نالي سان 'ڏيپچند ٽي. اوجها انسٽيٽيوٽ' قائم ڪيو هو. جيڪو ڪراچيءَ جو وڏو سماجي خدمتگار هو ۽ 1910ع جي بلدياتي چونڊن ۾ ڪراچي ميونسپل ڪميٽيءَ جو ميمبر چونڊيو ۽ اڳتي هلي وائيس پريزيڊنٽ ٿيو. هو ڪائونسلريءَ واري عرصي ۾ لياري، ڪڏي ۽ ڪارادر ۾ قائم ڊسپينسرين جي ڪاميٽين جو ميمبر هو ۽ هن جو گهڻو ڌيان سلهه جي مريضن ڏانهن هوندو هو. هن سياسي ۽ سماجي طرح 'سنڌ سڀا' ۽ ڪانگريس جي پليٽفارم تان خدمتون سرانجام ڏنيون. 1931ع ۾ آل انڊيا نيشنل ڪانگريس جي ڪراچيءَ ۾ ٿيل اناويهين اجلاس جي مرحبائي ڪميٽيءَ جو ميمبر به هو. ان اجلاس ڪان ترت پوءِ مهاراج ڏيپچند اوجها گذاري ويو. سندس ننڍو ڀاءُ مهاراج سڪرامداس اوجها حڪمت ڪندو هو. هي اصل ۾ ٺٽي جا رهندڙ هئا ۽ بعد ۾ ڪراچيءَ ۾ اچي ڪاري در واري علائقي ۾ رهيا. مهاراج سڪرامداس جو شفاخانو ڪراچيءَ ۾ ميري ويدر ٽاور جي ويجهو لڪميداس اسٽريٽ ۾ هوندو هو. هو خاص ڪري سلهه جي علاج جو ماهر هو ڪيترائي ويد ۽ حڪيم ڪانئس تعليم پرائڻ ايندا هئا. هو ويدڪ علاج جو وڏو ڄاڻو هو مهاراج سڪرامداس جي شفاخاني ۽ جديد ڪراچيءَ جي معمار سيٺ هرچندراءِ جي آفيس تي هر وقت سياسي ۽ سماجي ماڻهن جا ميڙا متل هوندا هئا. مهاراج سڪرامداس جڏهن 1931ع ۾ حڪمت جي ڊگري حاصل ڪئي ته ڪراچي واسين سندس مان ۾ هڪ آجياڻو ڏنو جنهن ۾ شريڪ ماڻهن ڪراچيءَ ۾ سلهه جي وڌندڙ مرض تي ڳڻتي ظاهر ڪئي هئي، گڏوگڏ سلهه جي مرض خلاف مهاراج سڪرامداس ۽ مهراج ڏيپچند اوجها جي خدمتن جي ساراهه به ڪئي وئي هئي، اُن موقعي تي مهاراج سڪرامداس اوجها، پنهنجي مرحوم ڀاءُ مهاراج ڏيپچند اوجها جي نالي سان هڪ 'سلهه گهر' (Senitorium) قائم ڪرڻ جو اعلان ڪيو ۽ پنهنجي ڀاءُ جي يادگيريءَ ۾ 50 هزار ۽ پنهنجي سرڳواسي پٽ پريورام سڪرامداس اوجها جي ياد ۾ 5 هزار روپيا ڏيڻ جو اعلان ڪيو ۽ ان ڪم کي اڳتي وڌائڻ لاءِ 'دي آيرويد ٽيوبرڪلوسز رليف ائسوسيئيشن' جي قيام جو به اعلان ڪيو.



هن ائسوسيئيشن 'ڏيپچند اوجها سلهه گهر' جي قيام لاءِ هڪ مئنيجنگ ڪميٽي جوڙي، جنهن جو ڪنوينر ان وقت جي ڪراچي ميونسپالٽيءَ جي چيئرمئن جمشيد نسروانجي مهتا کي مقرر ڪيو ويو. مهاراج سڪرامداس اوجها ۽ سيٺ غلام علي چاڳلا نائب صدر، منو ڀائي، ڏونگرسي ۽ چندرسين جيٽلي سيڪريٽري، شِوجي ويلجي ڪوٺاري خزانچي مقرر ڪيا ويا. ڪاميٽيءَ جي ميمبرن ۾ سڪديو اوڌو داس پاروائي، ڪماري جيني سپاهيملاڻي، مروانجي ڪانداوالا، جگن ناٿ ٽنڊن، سيٺ شيورتن موهاٽا، مهاراج ڏونگرسي، روپلال شنڪرلال، ايسرداس ورند مل، چيٽانند هيرانند، ڪنيالال، جهانگير پنٿڪي، هريداس لالجي، روچيرام ناڪرداس ۽ بي. ٽي نڪر شامل هئا. ڪاميٽيءَ ۾ ايترن وڏن سياسي، واپاري ۽ سماجي نالن جي موجودگي ٻڌائي ٿي ته مهاراج سڪرامداس ۽ مهاراج ڏيپچند اوجها، ڪراچيءَ ۾ ڪيترا نه هر دلعزيز هئا.

'دي آيرويد ٽيوبرڪلوسز رليف ائسوسيئيشن' جي هن ڪميٽيءَ سنڌ حڪومت کي زمين ڏيڻ لاءِ لکپڙهه شروع ڪئي، پر سنڌ جي بمبئيءَ ڪان ڌار ٿيڻ واري تحريڪ جي ڪري 8 سالن ڪانپوءِ سنڌ اسيمبليءَ، الله بخش سومري جي وزارت ٺهڻ ڪانپوءِ ڪميٽيءَ کي زمين ڏني. الهه بخش وزارت جي انجنيئرنگ کاتي جي وزير، ديوان نهچلداس وزيراڻيءَ خاص دلچسپي ورتي، ديهه صفوران ۾ 100 ايڪڙ زمين ڪميٽيءَ کي هن نيڪ ڪم لاءِ الاٽ ڪئي. ديهه صفوران ۾، 16 جون 1939ع تي، سنڌ حڪومت جي وزير نهچلداس وزيراڻيءَ سينيٽوريم جي پيڙهه جو پٿر رکيو جيئن ته هن سلهه گهر لاءِ مهاراج سڪرامداس اوجها 55 هزار روپيا ڏئي چڪو هو، ان ڪري سلهه گهر جو نالو 'مهاراج ڏيپچند ٽي اوجها سينيٽوريم' رکيو ويو پيڙهه واري پٿر واري تقريب ۾ ڪميٽيءَ جي ميمبرن ڪانسواءِ شهر جا معزز به وڏي تعداد ۾ موجود هئا.

هي سلهه گهر، مهاراج سڪرامداس اوجها ۽ 'دي آيرويد ٽيوبرڪلوسز رليف ائسوسيئيشن' جي نگرانيءَ ۾، 1942ع ۾ ٺهي راس ٿيو، پر ان ڪان اڳ ۾، مهاراج سڪرامداس اوجها عارضي طور سينيٽوريم ۾ سلهه جو علاج شروع ڪيو هو. هتي حڪمت سان گڏ

ايلوپيٿڪ علاج جو بندوبست بہ ڪيو ويو هو. ڏيپچند اوجها سينيٽوريم ۾ مريضن کي علاج، کاڌو پيتو، رهائش، هنڌ بسترا وغيره مفت ڏنا ويندا هئا.

1939ع کان 1948ع تائين مهاراج سکرامداس اوجها ۽ سندس ٽيم سخت محنت ڪري سوين مريضن جو مفت علاج ڪيو. 1948ع ۾ سکرام داس اوجها بہ لکين هندو سنڌين سان گڏ وطن جا وڻ ڇڏڻ تي مجبور ٿيو. پر سندس يادگار اوجها سينيٽوريم کي پاڪستان سرڪار پنهنجي هٿ ۾ ورتو. 1970ع ۾ سينيٽوريم کي سنڌ حڪومت جي حوالي ڪيو ويو ۽ 1973ع ۾ سينيٽوريم جو درجو وڌائي، ان کي 'سينيٽوريم آف چيسٽ ڊزيزز' جو درجو ڏنو ويو.

ضرورت ان ڳالھ جي آهي تہ هن سينيٽوريم جي باني جا نالا، ڄم ۽ لاڏاڻي جون تاريخون درج ڪري سندن تصويرون هن اداري ۾ لڳايون وڃن تہ جيئن تاريخ اڏيندڙن کي ياد ڪري.

**سکر سر نہ سانڍين** (ڪتاب): هي ڪتاب ڊاڪٽر غازي سکرالدين درس (شهيد) جي تقريرن، مضمونن ۽ ڊاڪٽرجي شهادت تي لکيل سندس دوستن ۽ اديبن جي تاثراتن جو مجموعو آهي. سال 2001ع ۾ ڇپيل هن ڪتاب کي سندس دوستن ڊاڪٽر نور محمد پٽيءَ، استاد محمد جمن گجو، عبدالواحد درس ۽ ٻين دوستن، "شهيد ڊاڪٽر غازي سکر الدين يادگار ڪاميٽي" پاران سهيڙي ۽ ترتيب ڏئي ڪپري مان شايع ڪيو. ڪتاب جو جامع مهاڳ الهہ ورايي اداسي ٻهڻ جو لکيل آهي. هن ڪتاب ۾ ڊاڪٽر غازي سکرالدين درس جي لکڻين جو تعداد 23 آهي ۽ سندس شهادت تي لکيل تاثراتن جو تعداد 25 آهي. اهڙي طرح جن اديبن ۽ دوستن ڊاڪٽرجي شهادت ۽ شخصيت تي پنهنجا پنهنجا تاثرات ۽ ويچار قلمبند ڪيا، انهن ۾ خاص طور ڊاڪٽر نور محمد پٽيءَ، محمد جمن گجو، محترم حميده غازي سکر الدين، انعام شيخ، مظهر لغاري، خان محمد مهر، اسحاق مگربي، عبدلواحد درس، نثار ڪوڪر، الهہ ورايي بوزدار، پيشم ڪمار آزاد، اير شامل هنگورجي، الهہ بخش ڪنيار، حاجي محمد بخش ۽ غازي صلاح الدين جا نالا قابل ذڪر آهن. 310 صفحن تي آڌاريل هن ڪتاب جي قيمت 200 روپيا آهي.




**سکن جي وستي** (ناٽڪن جو مجموعو): هي ناٽڪن جو مجموعو عمر ميمڻ جو مرتب ڪيل آهي. هن ۾ مراد علي مرزا جو ڊرامو 'قيدخانو'، سراج ميمڻ جو ڊرامو 'رانديڪو'، محمد عثمان ڏيپلائيءَ جو سرجيل ڊرامو 'بي وقتي ٻانگ' ۽ آغا سليم جو سرجيل ڊرامو 'سکن جي وستي' شامل آهن. 94 صفحن تي مشتمل هن ڪتاب جي قيمت 12 روپيا آهي.



هي ڪتاب عظمت ادبي اڪيڊمي الحنيف پريس، گاڏي کاتي حيدرآباد مان ڇپائي پڌرو ڪيو.

**سگهڻ سڌ نہ سور جي** (ڪتاب): هن ڪتاب جو ليکڪ حاجي محمد رحيم ڪنير آهي، جنهن ۾ سندس زندگيءَ جي تجربن، سماجي خدمتن، تاثرات، اخباري رپورٽن ۽ يادگيرين جو وڏو ذخيرو سهيڙيل آهي. هي ڪتاب 1995ع ۾ 'مهراڻ پبليڪيشن' ڪراچي پاران شايع ٿيو. جنهن جو مهاڳ ڊاڪٽر سليمان شيخ لکيو. ڪتاب ۾ ٻين کان سواءِ ڏٽي بخش بروهي، ڄام خان هنگورجي، فقيردين محمد ڪنيار، محمد هاشم حيدري ۽ محمد حسن قائم خانيءَ جون لکڻيون پڻ شامل آهن.




ڊيمي سائيزجي 250 صفحن تي مشتمل هن ڪتاب جي قيمت 125 روپيا آهي.

**سلات** (تنظيم): 'سنڌ سگهڙ سنگت لوڪ ادب تنظيم'، جيڪا 'سلات' جي مخفف سان مشهور آهي، اُن جو بنياد، نوجوان سگهڙ عاجز رحمت الله لاشاريءَ جي ڪوششن سان، 23 مارچ 2004ع تي ڄام شوري ۾ پيو. تنظيم جو سرپرست اعليٰ ناميارو اديب ۽ سگهڙ ڊُر محمد ڪمال آهي. هن تنظيم سنڌ جي 117 سگهڙن جي مختصر سوانح تي مشتمل هڪ ڊائريڪٽري 'سنڌ سڄاڻ سگهڙ' عنوان سان ڇپائي پڌري ڪئي آهي. ان کان سواءِ پنهنجي مدد پاڻ تحت 10 کان وڌيڪ سگهڙن جا ڪتاب بہ هن تنظيم جي پليٽفارم تان شايع ڪرايا ويا آهن.

هن وقت 'سلات' جون سنڌ جي سمورن ضلعن ۾ شاخون قائم آهن، جڏهن تہ جعفرآباد، لسبيلي (بلوچستان) ۽ پنجاب جي سرائڪي پٽيءَ ۾ بہ سلات جون شاخون قائم ڪيون ويون آهن. هيءَ تنظيم مختلف موقعن تي سگهڙن جون ڪچهريون ۽ لوڪ موسيقيءَ جا پروگرام منعقد ڪندي رهندي آهي.

'سلات' طرفان ڇپايل ڪتابن جي لسٽ هن ريت آهي: (1) 'لالڻ جي لوچ': سگهڙ لعل ڏنو شر، (2) 'رمزون رحمت الله جون': عاجز رحمت الله لاشاري، (3) 'رنگ رحمت الله جا': عاجز رحمت الله لاشاري، (4) 'مٺا ٻول محبوب جا': محبوب علي ڏيپر (5) 'صدين جي سوغات': نظير احمد ميمڻ، (6) 'مٽيءَ جي خوشبوءِ': محمد ايوب جوڻيجو، (7) 'محبت جا موتي': علي گوهر قريشي، (8) 'محبت جي منزل': علي گوهر قريشي، (9) 'مولود ۽ مداحون': عاجز رحمت الله لاشاري.

سلات تنظيم، سال 2012ع دوران ڄام شوري ۾ سنڌ بلوچستان جي سگهڙن جي ڪانفرنس ڪئي هئي، جنهن ۾ سنڌي لئنگئيج اٿارٽيءَ جو سهڪار شامل هو. ان کانسواءِ هن تنظيم جي اڳواڻ عاجز رحمت الله لاشاريءَ، ڄام شوري، حيدرآباد، مٽياري، پني عاقل ۽ ٻين علائقن جي سگهڙن

جون ڪجهريون، سنڌي لئنگئيج اٿارٽيءَ جي ’محمد ابراهيم جويي اسٽوڊيو‘ ۾ رڪارڊ ڪرائڻ ۾ سهڪار ڪيو آهي.

**سلا خان ڊومينيق، ڊاڪٽر**: مشهور فرينچ اسڪالر، افسانوي ادب جي ليکڪا، محقق ۽ ڊاڪيومينٽري فلمن جي خالق، سلا خان هن وقت هندستان جي شهر جئپور ۾ رهي ٿي، جتي هوءَ انسٽيٽيوٽ آف راجستان اسٽڊيز ۾ ايسوسيئيٽ فيلو آهي ۽ ايشياٽڪ سوسائٽيءَ جي ميمبر آهي. هوءَ تحقيق سان لاڳاپيل آهي. سندس تحقيق جو موضوع ’ڏکڻ ايشيا ۾ هندو مسلم لاڳاپا‘ آهي، هوءَ خاص ڪري نزاري اسماعيلين جي هندستان ۾ وچائجي ويل يا ختم ٿي ويل شاخن جو اڀياس ڪري رهي آهي.

ڊاڪٽر سلا خان جي پهرين ڊاڪٽوريٽ لٽريچر (ادب) ۾ ۽ ٻي اينٿراپالاجيءَ (علم بشريات) ۾ آهي، جيڪي هُنَ هن پيرس جي يونيورسٽي سوربون (Sorbonne) مان ڪيون. سندس پهريون ڪتاب 1997ع ۾ ڇپيو، جيڪو هندستان ۾ مذهب مٽائڻ سان مٽجندڙ سڃاڻپ جي روشنيءَ ۾ لکيل هو ۽ هن راجستان ۾ رامديو پير ۽ اسماعيلين جي موضوع تي لکيو هو. سندس ڪتابن جو تفصيل هن ريت آهي:

(1) Conversions and Shifting Identities- Ramdev Pir and Ismailies in Rajasthan (2003), (2) Crossing the Threshold: Understanding Religious Identities: Institute of Ismaili Studies London (2004), (3) The Pranami Faith: Beyond Hindu and Muslim (2002), (4) Sacred Kerala, (5) Baba Ramdev (French: 1997).

هن جا ٻيا ڪيترا فرينچ ٻوليءَ ۾ ڪتاب لکيل آهن.

**سلام (شعري صنف)**: شاعريءَ جي هن صنف جو تعلق محرم الحرام جي عزاداريءَ سان آهي. هي هڪ اهڙو مرثيو آهي، جيڪو غزل جي زمين ۾ لکيو وڃي ٿو. علم عروض جي ماهرن غزلن جي شعرجي جيڪا حد مقرر ڪئي، جنهن ۾ وڌ ۾ وڌ سترهن بيت يا شعر هوندا آهن. پر سلام ۾ اهڙي ڪا به پابندي نه آهي. هن صنف جا باني ايران جا شاعر آهن ۽ اتان کان اها صنف سنڌي ڪنڊ ۾ رائج ٿي. عروضي قاعدن مطابق سنڌي ڪنڊ ۾ سڀ کان پهرين اها صنف سنڌ جي نامور مرثيه گو شاعر سيد ثابت علي شاهه ڪربلائيءَ متعارف ڪرائي، ان کان پهرين هند توڙي سنڌ جا مڙئي شاعر سلام فارسيءَ ۾ چوندا هئا. مضمون جي لحاظ کان سلام هڪ غزل نما ڪلام آهي، جنهن ۾ پهريان چند شعر حمد، نعت ۽ منقبت جا هوندا ۽ باقي سمورا شعر ڪربلا جي واقعي ۽ امام حسين عليہ السلام جي تڪليفن ۽ شهادت تي مشتمل هوندا آهن. سلام سوزخوان ۽ مرثيه خوان پنهنجي سريلي ۽ درديلي آواز ۾ پڙهي ماحول کي سوڳوار بڻائيندا آهن. سلام واري صنف ۾ ڪڏهن ڪربلا جي سچي واقعي کي بيان ڪيو وڃي ٿو ته ڪڏهن مخصوص شهيد جي شهادت بيان ڪئي وڃي ٿي. مثال طور: سلام واري صنف ۾ اڪثر ڪڏهن حضرت امام حسين عليہ السلام ته ڪڏهن حضرت غازي ابوالفضل العباس رضہ جي شهادت جو سمورو احوال بيان ڪيو وڃي ٿو ان کان سواءِ حضرت قاسم ابن حسن، حضرت علي اڪبر، حضرت علي اصغر ۽ معصوم بيبي سانئڻ سڪينه وغيره جو احوال پڻ سلام جي صنف ۾ ملي ٿو. اها تحقيق شده حقيقت آهي ته سنڌي مرثيه ۽ سلام جي صنف جو بانيڪار سيد ثابت علي شاهه ڪربلائي آهي. ان کان سواءِ مرزا مراد علي بيگ سائل، آخوند محمد عالم خيرپوري، مسڪين ماڇي، مرزا فتح علي بيگ، مير محمد حسن علي خان ٽالپر، مرزا قاسم علي بيگ، مرزا ٻڍل بيگ، آغا نور محمد شاهه، ناصر علي خواجه، مرزا گل حسن احسن ڪربلائي، مرزا عباس علي بيگ، مرزا امام علي بيگ، مرزا قليچ بيگ، مرزا اسد بيگ، مرزا قنبر علي بيگ، مرزا سڪندر علي بيگ، مرزا تصدق حسين بيگ، غلام محمد ڪمانگر، آخوند محمد عالم احقر، مرتضائي ٺٽوي، فدوي ٺٽوي، زمان شاهه ساقي، صفدر حسين ميرزا ۽ ٻين ڪيترن ئي شاعرن جا سلام چيل آهن. هيٺ سيد ثابت علي شاهه ڪربلائيءَ جي هڪ سلام جو مطلع ڏجي ٿو:

شاهه شهيدان حسين تو تي صلوات و سلام،
دين ۽ ايمان حسين تو تي صلوات و سلام.

**سلامتيءَ جو سڏ** (ڪتاب): هي اصلاحي ديني مضمونن تي مشتمل ڪتاب خ. ق سومري جو لکيل آهي، جنهن جو مهاڳ پڻ ليکڪ پاڻ لکيو آهي. ڪتاب جي فهرست ۾ اٺ عنوان: مذهب، فطرت، انساني بدن هڪ خاص قسم جو ائٽمي رئڪٽر آهي، ڪائنات ڪيئن ٺهي؟، قرآن ڪريم جو جواب، اسلام جو سياسي نظام، تاريخ جو اسلامي نظريو، قرآن شريف جي نظر ۾ دولت جو مقام، اسلام جو اقتصادي نظام ۽ فاقتلوا انفسڪم جو قرآني مقصد- شامل آهن. پڪي جلد، رنگين ٽائٽل ۽ ڊيمي سائيز جي 220 صفحن تي مشتمل هي ڪتاب، 1982ع ۾، نيو گرين پرنٽرس ڇپرائي پڌرو ڪيو آهي ۽ جنهن جي قيمت 60 روپيا ڄاڻايل آهي.



**سلطان بخاري**: شاعر ۽ ڪهاڻيڪار سلطان بخاريءَ، 12 سيپٽمبر 1965ع تي ڳوٺ لونگاٽي شريف تعلقي ڳڙهي ياسين ضلعي شڪارپور ۾ سيد قطب علي شاهه بخاريءَ جي گهر ۾ جنم ورتو. هن ايم. اي (اسلامي ڪلچر) تائين تعليم حاصل ڪري تعليم کاتي ۾ استاد جي حيثيت سان ملازمت اختيار ڪئي. لکڻ جو آغاز 1987ع کان ڪيائين. ان دور کان ئي علائقي جي ادبي ۽ سماجي تنظيمن سان وابسته ٿي ويو. هي فيض درياهه اڪيڊمي جو خزانچي، شهنشاهه



سوشل ويلفيئر ائسوسيئيشن جو جنرل سيڪريٽري رهڻ سان گڏ، نثار بزمي ادبي سنگت ڊڪڻ، سنڌي ادبي سنگت شاخ ڊڪڻ ۽ لونگاٽي شريف جو عهديدار پڻ رهي چڪو آهي. هو شاعري سان گڏ ڪهاڻيون پڻ لکندو رهي ٿو. سندس ڪيترين ئي ڪهاڻيون مقبوليت ماڻي چڪيون آهن. هن شاعري جي سيني صنفن تي طبع آزمائي پڻ ڪئي. سندس شاعري ۽ ڪهاڻيون مختلف سنڌي رسالن ۾ شايع ٿيل آهن. ان ڪانسواءِ سندس شاعري جو مجموعو 'ڌرتي جا تارا' (ٻاراڻي شاعري) ڇپجي چڪو آهي. ڪيس ٻارن لاءِ شعر لکڻ سبب ادبي دنيا ۾ گهڻي مقبوليت ملي آهي.




**سلطان ٽيپو شهيد** (ڪتاب): ميسور جي حاڪم سلطان ٽيپو شهيد جي حياتي، حڪومت ۽ شهادت تي مشهور اديب ۽ صحافي محمد عثمان ڏيپلائيءَ جو سرجيل ناول آهي. هن ناول جو پهريون ڇاپو مئي 1947ع ۾، ٻيو ڇاپو اپريل 1948ع ۾ ڇپيو، جنهن جا ڪل صفحا 240 ۽ قيمت 2.00 روپيا هئي. هي ناول اسلاميه پريس حيدرآباد ۾ ڇپيو.

**سلطان گولڊن**: پشين، بلوچستان جي رهاڪو مشهور فوٽبالر سلطان پهريون پيرو گنيز بوڪ آف ورلڊ رڪارڊ ۾ پاڪستان جو نالو لکايو. سلطان محمد، 5 مارچ 1987ع تي موٽرسائيڪل ذريعي 449 فوٽ ڊگهو جمپ هڻي عالمي رڪارڊ قائم ڪيو. ان ڪانپوءِ 13 جنوري 1995ع تي سڄيءَ دنيا ۾ پهريون پيرو موٽر سائيڪل تي ريورس جمپ لڳائي اهڙو رڪارڊ قائم ڪيائين، جيڪو اڃا تائين دنيا ۾ ڪو به ٽاهي نه سگهيو آهي. ان ڪانپوءِ هن 22 ڪارن مٿان موٽرسائيڪل تي جمپ لڳائي نئون رڪارڊ قائم ڪيو آهي. اهڙيءَ ريت پنج پيرا سلطان گولڊن عالمي رڪارڊ ٽاهي، ملڪ جو نالو روشن ڪيو.

**سلطاني سهاڳ** (ڪتاب): هي ڪتابچو مير محمد مقبول سومري هنگورجائيءَ جو لکيل آهي، جنهن تي پير عبدالوحيد سرهنديءَ جي تقريظ لکيل آهي. هن ڪتابچي جا پنج باب آهن، جن ۾ پهرين باب ۾ قرآن پاڪ جي عظمت، تلاوت وغيره جو تذڪرو آهي، باب ٻئي ۾ حافظِ قرآن جي مرتبي بابت ذڪر آهي. ٽئين باب ۾ علم جي دولت، علم پرائڻ جا مقصد ۽ شاگرد جون ذميداريون ڏنيون ويون آهن. چوٿين باب ۾ استادن طالبن ۽ مڪتب جي باري ۾ احوال ڏنل آهي، جڏهن ته پنجين باب ۾ دستاربندي/ دستار فضيلت جو تذڪرو. هي ڪرائون سائيز جي 48 صفحن تي مشتمل ڪتابڙو ليڪ السنڌ ڪمپوزرس، ڪوڪر محلي، حيدرآباد مان ڇپائي پڌرو ڪيو ڇپائيءَ جو سال 2000ع آهي، جڏهن ته ڪتابچي جي قيمت 10 روپيا آهي.




**سلمان تاثير**: پنجاب جو اڳوڻو گورنر سلمان تاثير 31 مئي 1944ع تي ايم.ڊي تاثير جي گهر ۾ جائو. سندس ماءُ برطانوي هئي. سندس والد سٺو شاعر به هو. سلمان تاثير اعليٰ تعليم جي حصول بعد پنهنجي ڪيريئر جي شروعات چارٽرڊ اڪائونٽنٽ جي حيثيت سان ڪئي. 1967ع ۾ شهيد ذوالفقار علي ڀٽي جي ولولي انگيز سياست کان متاثر ٿي پيپلز پارٽيءَ ۾ شامل ٿيو. ڪيس صحافت جو به شوق رهيو ان ڪري هڪ انگريزي اخبار به جاري ڪيائين. سندس شمار ملڪ جي وڏين ڪاروباري شخصيتن ۾ ٿيندو هو.



سلمان تاثير 'بزنس نيوز' نالي هڪ نيوز چينل کوليو هو. هي پنجاب جو ڇويهون (26) گورنر هو. جنهن منصب تي هو ٻه سال، ست مهينا ۽ 19 ڏينهن رهيو. ڪيس 4 جنوري 2011ع تي اسلام آباد ۾ سندس محافظ پوليس اهلڪار ممتاز قادري برست هلائي قتل ڪري وڌو. هن بيدرديءَ سان سلمان تاثير تي 27 گوليون هلايون. سلمان تاثير کي قتل ڪرڻ جو قاتل اهو ڪارڻ ڄاڻايو ته هن هڪ عيسائي عورت آسيه بيبي کي قانوني حق ڏيارڻ بابت بيان ڏنو هو. جنهن تي توهين رسالت جو الزام هو. سندس ان بيان کي توهين رسالت جو بيان سمجهيو ويو، جڏهن ته سلمان تاثير هڪ سيڪيولر شخص هو. جنهن کي ڪجهه مذهبي انتهاپسندن طرفان، سندس محافظ هٿان قتل ڪرايو ويو.

**سلمان شيخ**: شاعر ۽ نثرنويس سلمان شيخ جو اصل نالو ستيه پال هو. هي لياقت ميڊيڪل ڪاليج ڄامشوري ۾ گريجوئيشن ڪرڻ دوران هڪ ڪلاس فيلو ڇوڪريءَ جي عشق ۾ مسلمان ٿيو.



سلمان 1980ع کان وٺي ستيه پال جي نالي سان سياسي، سماجي ۽ ادبي حوالي سان سرگرم رهيو. شاعري ۽ نثر لکڻ سان گڏ ريڊيو، ٽي. وي ۽ اسٽيج تي به ڪم ڪيائين. 1992ع ۾ لياقت ميڊيڪل ڪاليج ڄامشوري مان گريجوئيشن ڪيائين. گڏوگڏ ماس ڪميونيڪيشن ۾ پڻ ماسٽرس ڪيائين. ان ڪانپوءِ هن آسٽريليا ۾ وڃي رهائش اختيار ڪئي، جتي فلم ۽ وڊيو پراڊڪشن ۾ پوسٽ گريجوئيشن ڪيائين. ڪيس 1997ع ۾ آسٽريليا جي شهريت ملي. آسٽريليا ۾ رهڻ دوران هن به مختصر فلمون ٺاهيون، جن مان هڪ انٽرنيشنل آرٽس فيسٽيول آسٽريليا لاءِ چونڊي وئي. هن ڪجهه عرصو آسٽريليا جي اخبارن ۾ مضمون به لکيا.

هن سنڌيءَ سان گڏ انگريزيءَ ۾ به شاعري ڪئي آهي. سندس انگريزي شاعري آسٽريليا، برطانيا ۽ آمريڪا جي رسالن ۾ ڇپجندي

رهي آهي. سندس سنڌي شاعريءَ جو هڪ ڪتاب ’هڪ بي نانءِ ڪتاب‘ جي نالي سان 1992ع ۾ شايع ٿيو هو.

ڊاڪٽر سلمان شيخ هن وقت سڊنيءَ ۾ ڊاڪٽر جي حيثيت سان ڪم ڪري رهيو آهي.

**سلمه آغا**: مشهور گلوڪاره ۽ فلمي اداڪاره. سلمه آغا، 52 آڪٽوبر 1966ع تي ڪراچيءَ ۾ جنم ورتو. سندس ڪٽنب شروع کان وٺي انگلنڊ ۾ رهي ٿو. تنهنڪري سلميٰ آغا ابتدائي تعليم انگلنڊ مان حاصل ڪئي ۽ وڌيڪ تعليم لاءِ سوئٽزرلينڊ پڻ وئي، جتي سندس والد ڪاروبار جي سلسلي ۾ رهائش پذير هو. سلميٰ ننڍپڻ ۾ پنهنجي ڀيڻ سبينہ سان گڏ هڪ اردو گيت ’ابا اينڊ آغا‘ ڳايو. ان بعد باقاعده موسيقيءَ جي سکيا ورتائين.



اداڪاريءَ جو شوق بہ کيس شروع کان هو. 1990ع واري ڏهاڪي ۾ سندس پهرين فلم ’نڪاح‘ پارٽ مان رليز ٿي، جنهن ۾ سندس ڳايل غزل ’دل ڪي ارمان آنسؤن مين بهہ گئي‘ وڏي شهرت ماڻي، جنهن تي کيس پلي بئڪ سنگر جو فلم فيئر اوارڊ پڻ مليو. سندس ٻي فلم ’قسم پيدا ڪرني والي ڪِي‘ ۾ هن مٿن چڪروتي ۽ سميتا پٽيل سان گڏ ڪم ڪيو. ان بعد سلمه آغا کي پاڪستان فلم ڊائريڪٽرن جي آڇ ٿي، جن سريلنڪا، بنگلاديش ۽ نيپال جي پروڊيوسرن سان گڏ ڪجهہ پراجيڪٽ ورتا هئا. سلمه آغا اردوءَ کان سواءِ بنگالي، راجستاني ۽ گجراتي ٻولين ۾ بہ گيت ڳائي اوارڊ حاصل ڪيا آهن. سلمه آغا پاڪستاني فلم ’بازار حسن‘ ۾ بہ بهترين اداڪاري ڪئي، جنهن تي روس ۾ کيس اوارڊ مليو.

سلمه آغا پهرين شادي اداڪار جاويد شيخ سان ڪئي، ان کان علحدگيءَ بعد سندس شادي اسڪوائش جي رانديگر رحمت خان سان ٿي، ان بعد اظهر بيگ سان سندس ٽي شادي ناڪام ٿي. اڄڪلهہ هوءَ برطانيہ ۾ رهي ٿي، کيس هڪ ڌيءَ ساشر آهي.

**سليمان راڄڙ، خليفو**: سنڌ جي مقبول ملھ پهلوان خليفي سليمان راڄڙ، 19 جون 1929ع تي ڳوٺ ڏيپي، ضلعي عمرڪوٽ ۾، خليفي حاجي عبدالله فقير راڄڙ جي گهر ۾ جنم ورتو. هن جا والدين مالوند هئا. تعليم جو رجحان گهٽ هئڻ ۽ اسڪول جي اڻهوند سبب سليمان راڄڙ تعليم پرائي نہ سگهيو ۽ ننڍپڻ کان ئي مال چارڻ لڳو. هن وٽ مينهن جو ڌڻ هوندو هو. مال چارڻ دوران هو ڌنارن سان گڏ ملھ، ڪوڏي ڪوڏي، ونجهوٽي، ٻيلهاڙو ۽ ٻيون رانديون



ڪندو هو. هڪ ڌنار ’عليو نهڙي‘ ملھ جو ڄاڻو هو، جنهن سان سليمان راڄڙ جو مقابلو ٿيو ۽ علي راڄڙ کي ملھ ماري وڌي. هڪ ڀيري صوفي صادق فقير جي ساليانی ميلي ۾ سليمان راڄڙ دوستن سان گڏ ملاڪڙو ڏسڻ ويو تہ جتي عليي نهڙي جي چرچ تي پهلوان هڏي مگٿهار کيس ملاڪڙي ۾ لاٿو. ان وقت سندس عمر 15 سال هئي. هن هڏي مگٿهار، الهورايي هلائي ۽ ولو شيديءَ سميت 6 پهلوانن کي ملھہ ماري ميدان کٽيو. ان کانپوءِ هن پهلوان حبيب خاصخيليءَ کان باقاعدي ملھہ جي سکيا ورتي، علي خان کهيريءَ کان بہ سکيا ورتائين. ٻنهي استادن کان ملھ جا انگ سکي، جانئي ۽ واري ۾ نالو ڪڍيائين. گڏوگڏ اندرين، ٻلهڻ، پنو، اڏڪ ۽ ٻيا ڪيترا ملھ جا انگ بہ سکيو. والدين سندس شوق جو قدر ڪندا هئا.

سليمان راڄڙ ٽي سال ٽئين جوڙ ۾ وڙهيو ۽ 100 کن ملھ پهلوانن سان مقابلو ڪيائين. 14 آگسٽ 1948ع تي ڊوري ناري ۾ ’جشن پاڪستان‘ نالي ملاڪڙو ٿيو. جنهن ۾ هن مشهور پهلوان محمد علي ماڇيءَ جي پٽن: لونُو ماڇيءَ ۽ سندس ڀاءُ کي ملھ ماري. ملاڪڙي ۾ ٽئي ڏينهن هن جا مختلف ملهن سان مقابلا ٿيا، پر سوڀارو رهيو. ٽئين جوڙ کانپوءِ ٻئي جوڙ ۾ بہ سال ملھ وڙهيو. هڪ ڀيري صوفي صادق جي ميلي ۾ ملاڪڙي دوران صوفي عبدالستار جي چوڻ تي پهرئين جوڙ جي ملھ شفيع محمد سان مقابلو ڪري، ميدان ملهايائين ۽ پهرئين جوڙ ۾ شامل ٿي ويو. هٿونگي جي ملاڪڙي ۾ سيني پهلوانن کي چئلينج ڪندڙ ساجن بگٽيءَ کي سليمان راڄڙ ٻئي ملهون ماري ميدان کٽيو. هن ٿر جي مشهور پهلوان عالم چني سميت سنڌ جي ٻين نامياري ملهن کي شڪست ڏني. کيس پهريون ڀيرو سوڍي خاصخيليءَ صوفي فقير جي ملاڪڙي ۾ ملھ ماري.

سليمان راڄڙ پٽ شاھ، سمن سرڪار، غلام شاھ، پير پٿوري، شو مندر، عيسن شاھ، ميين جان محمد، گجوراڻي، صوفي فقير، لشڪر شاھ ۽ ٻين وڏن ملاڪڙن ۾ هميشہ سوڀ حاصل ڪئي.

پيءُ جي وفات کانپوءِ سليمان راڄڙ، درگاھ روضي ڌڻيءَ جو خليفو مقرر ٿيو. 1965ع واري هند- پاڪ جنگ ۾ سليمان راڄڙ مجاهد فورس ۾ ڀرتي ٿيو ۽ فقير محمد امين مگريي شهيد جي ڪمان ۾ پيرائو واري سرحد تي ڀارتي فوج سان مهاڏو اٽڪايائين.

سليمان راڄڙ جي پهلوانيءَ جي هاڪ سنڌ کان ٻاهر راجستان واري علائقي تائين وڃي پهتي، جتي کيس ’سليمان ملھ‘ طور سڃاتو ويندو هو. خليفي سليمان، فقير مگهن مگريي جي پيءُ ۽ حر جماعت جي مکيہ اڳواڻ فقير ترڪيي مگريي کي ملھ جي سکيا ڏني. جماعتي ۽ زميندار سرگرمين سبب سليمان راڄڙ 1970ع ڌاري ملھ وڙهڻ ڇڏي ڏني.

کيس چئن پٽن ۽ ٽن نياڻين جو اولاد آهي ۽ هن وقت 85 سالن جي ڄمار ۾، صوفي فقيرپرسان پنهنجي نالي سان قائم ڳوٺ ۾ زميندار ڪري ٿو ۽ اڄ بہ ملھ پهلوانن جو قدردان آهي.

**سليم بڄاڻي:** سليم احمد ولد نور احمد ولد خانصاحب ڇُتل بڄاڻيءَ، 19 جنوري 1957ع تي ’گانڌي چوڪ‘ پاتولي پاڙي، ٽنڊي الهيار ۾ جنم ورتو. پرائمري تعليم، مين سنڌي پرائمري اسڪول ٽنڊي الهيار ۾ پرايائين. مئٽرڪ، ميونسپل هاءِ اسڪول ٽنڊي الهيار ۾ ڪيائين ۽ گرئجوئيٽ ايس. ايم ڪاليج ٽنڊي الهيار مان ڪيائين. پلائيءَ جي ڪمن جي ڪري ڪيس سوشل ويلفيئر آفيس ٽنڊي الهيار طرفان اوارڊ به مليل چڪو آهي. تصوف جو پڻ گهرو مطالعو هئس. ٿنهنڪري ناياب ڪتابن جي بهترين لائبريءَ جو مالڪ پڻ هو. ’ڊسٽرڪٽ



هيريٽيج ڪميٽي، ٽنڊي الهيار‘ جو صدر ۽ ’بزم مرتضيٰ ٽنڊي الهيار‘ جو صدر رهيو. هي سنڌ جي هاڪاري ليڪ فضل احمد بڄاڻيءَ جو پائٽيو هو. سندس ادبي تربيت به ان ئي ڪئي هئي. مشهور شاعر مرتضيٰ ڏاڏاهيءَ جي صحبت سبب پاڻ بهترين شاعر پڻ هو. سندس شاعريءَ جو مجموعو ’عشق عبادت‘ (2005ع) ڇپجي مارڪيٽ ۾ اچي چڪو آهي. موسيقيءَ سان دلچسپي هئڻ ڪري هند سنڌ جي ڪيترن ناميارن فنڪارن جون ناياب ڪئسيٽون ۽ سيڊيون پيل آهن. زمينداريءَ سان گڏوگڏ بهترين اوطاقي پڻ هو.

سليم بڄاڻي، 6 فبروري 2013ع تي دل جي دوري پڻ سبب وفات ڪئي. سندس اباڻي قبرستان، ڪُنڊي وسي، ٽنڊي الهيار ۾ تدفين ڪئي وئي.

**سليم مگسي:** ڪهاڻيڪار سليم مگسي ولد محمد مومن مگسي، 10 آڪٽوبر 1965ع تي ڳوٺ سوبي مگسيءَ، تعلقي ميهڙ، ضلعي دادوءَ ۾ جنم ورتو. هن پرائمري تعليم ڳوٺ حسن ٻيلي، ضلعي گهوٽڪيءَ مان حاصل ڪئي، ان بعد مئٽرڪ گورنمينٽ هاءِ اسڪول راڌڻ مان، انٽر ڊگري ڪاليج دادو مان ۽ بي. اي سنڌ يونيورسٽيءَ مان ڪيائين.



فطري لاڙن ۽ صحبت جي ڪري ڊي. ايس. ايف (ڊيموڪريٽڪ اسٽوڊنٽس فيڊريشن) جو سوشل سيڪريٽري رهيو سياست سان گڏ ترقي پسند ادب جي مطالعي دوران ٻاهرين اديبن- گورڪي، ٽالسٽاءِ، دوستو وسڪي، ڪرشن چندر، سعادت حسين منٽو، خليل جبران، قرات العين حيدر، سارتر ۽ سنڌي ادب ۾ نورالهديٰ شاهه، ماڻڪ، امر جليل ۽ موهن ڪلپنا جي تحريرن کان متاثر هو.

1999ع کان لکڻ جي شروعات ڪيائين، عبرت مئگزن ۽ روزاني عوامي آواز ۾ سندس مضمون ۽ ڪهاڻيون ڇپجنديون رهيون. ’گوري‘ عنوان سان سندس هڪ ڪهاڻيءَ مقبوليت ماڻي. سندس ڪهاڻين جو هڪ ڪتاب ’پياسو دريا، پياسا ماڻهو‘، مارئي اڪيڊمي سڪرنڊ، 2000ع ۾ شايع ڪرايو سندس ڪهاڻيون عبرت مئگزن ۾ مسلسل ڇپجنديون رهيون آهن. سليم مگسي سنڌي ادبي سنگت ميهڙ جو لڳاتار چار سال سيڪريٽري ۽ هڪ پيرو جوائنٽ سيڪريٽري رهي چڪو آهي. عملي طور تي اصول پرست شخص آهي. هن وقت هاءِ ويز ڊپارٽمينٽ ۾ سينئر ڪلارڪ جي حيثيت سان خدمتون سرانجام ڏئي رهيو آهي.

**سليمہ هاشمي:** نامور آرٽسٽ، سماجي ڪارڪن ۽ ليکڪا سليمہ هاشمي، مشهور شاعر فيض احمد فيض جي وڏي نياڻي آهي. هن 1942ع ڌاري دهليءَ ۾ جنم ورتو ابتدائي تعليم هن لاهور ۾ ورتي، جنهن بعد نيشنل ڪاليج آف آرٽس مان آرٽ ايڊيوڪيشن ۾ ماسٽرس ڪيائين. ساڳئي شعبي ۾ هن انگلنڊ جي برسٽول يونيورسٽيءَ جي باٿ اڪيڊمي آف آرٽس مان ڊپلوما به ڪئي.



سليمہ هاشميءَ جي مصوريءَ جون نمائشون پاڪستان سميت ڀارت، انگلنڊ، يورپ، آمريڪا، آسٽريليا ۽ جپان ۾ ٿي چڪيون آهن.

هيءَ ويوئل آرٽس ۽ ڊزائين ۾ به شهرت رکي ٿي. سليمہ هاشمي 30 سال نيشنل ڪاليج آف آرٽس لاهور ۾ آرٽ ٽيچر طور خدمتون سرانجام ڏنيون. چار سال NCA جي پرنسپال به رهي.

هن وقت ’بيڪن هائوس نيشنل يونيورسٽيءَ‘ جي اسڪول آف ويوئل آرٽس اينڊ ڊزائين (SVAD) جي ڊين طور خدمتون سرانجام ڏئي رهي آهي.

سليمہ هاشميءَ پنهنجي والد فيض احمد فيض جي چونڊ شاعريءَ جي انگريزي ترجمن تي مصوري پڻ ڪئي آهي. اهو ترجمو سندس مڙس شعيب هاشميءَ ڪيو آهي. ان ڪانسواءِ هن 2001ع ۾ پاڪستاني خاتون آرٽسٽن بابت ’Unveiling the visible‘ نالي ڪتاب لکيو هو. جڏهن ته 2006ع ۾ هن ڀارتي ليکڪ يشوڌرا ڊالميا سان گڏ Memory, Metaphor, Mountains: Contemporary Art of India and Pakistan نالي هڪ ڪتاب لکيو جيڪو آڪسفورڊ يونيورسٽي پريس ڇپيو آهي. سليمہ هاشميءَ ڪيترائي مضمون به لکيا آهن. کيس 1999ع ۾ حڪومت پاڪستان جو پرائيڊ آف پرفارمنس اوارڊ مليو.

ائٽمي هٿيارن خلاف سخت موقف رکندڙ سليمہ هاشمي، هيومن رائيٽس ڪميشن آف پاڪستان جي پنجاب صوبي لاءِ وائيس چيئرپرسن ۽ ايمنسٽي انٽرنيشنل جي ميمبر پڻ آهي.

**سمنڊ اپسمنڊ** (ڪتاب): هي سنڌ جي نامياري ڪهاڻيڪار قاضي خادم جي ڪهاڻين جو پهريون مجموعو آهي، جنهن ۾ سنڌي سماج ۽ ان جي ريتن رسمن سان واسطو رکندڙ ڪهاڻيون شامل آهن. هي ڪهاڻين جو ڪتاب ساهت سال- 1981ع جي سلسلي ۾ شايع ٿيو هن ڪتاب ۾ جملي 22 ڪهاڻيون شامل آهن، جن جا عنوان هن ريت آهن: ڪوڙ، ليننگ ٽاور آف پيسا، چسو، پرديسي، بيوٽي گرل، ساييان، علاج، احساس جو سفر، هڻ ڪڻ، صدين جو سوداءُ، وري رات آئي، منهنجو وجود منهنجا اصول، رت جو روپ، خواب ۽ خوشبوءِ، هڪ شخص چار خط، پرهوا پڙهڻ ڪونہ ڄاڻي، پڄڻ ڪم وريام جو، 'ها سائين، جي سائين، پر سائين'، بنان عنوان، پاڙيتو، سڪون، گم ٿيل سسي، سمنڊ اپسمنڊ.




هي ڪتاب شهباز پبليڪيشن حيدرآباد، 1981ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو. ان جي قيمت 20 روپيا آهي.

**سمو، عبدالستار** (فنڪار): شهنائي نواز، طبلي نواز، نوحہ خوان، عبدالستار ولد غلام جعفر سمو، پهرين جولاءِ 1972ع تي رتيديري، ضلعي لاڙڪاڻي ۾ پيدا ٿيو. سندس والد پنهنجي وقت جو صوفي راڳي ۽ سريلو دهلاري هو. عبدالستار مئٽرڪ تائين تعليم حاصل ڪئي. جيئن تہ ڪيس موسيقيءَ جو فن ورثي ۾ مليو، ان ڪري گهرجي ماحول مطابق ٻارهن سالن جي عمر ۾ ئي ڪيس موسيقيءَ طرف راغب ڪيو ويو ۽ شهنائيءَ جي فن جي حاصلات لاءِ 1983ع ۾ رتيديري شهر جي سريلي شهنائي نواز استاد غلام نبي سمي وٽ ڇڏيو ويو.



جنهن عبدالستار کي شرناءِ توڙي موسيقيءَ جي فن جي بنيادي ڄاڻ ڏني. استاد غلام نبي سمي وٽ ٽن سالن تائين محنت ۽ لگن سان شرناءِ جو فن سکندو رهيو. جنهن کانپوءِ لاڙڪاڻي شهر جي نامور شرناءِ نواز استاد نياز حسين کان سکيا ورتائين. جڏهن تہ هن ڍولڪ ۽ دهل جي فن جي سکيا پنهنجي والد محترم فقير غلام جعفر کان حاصل ڪئي.

عبدالستار شروع ۾ پنهنجي والد جي جوڙ سان گڏ شادين مرادين توڙي ميلن ملاکڙن ۾ ويندو هو ۽ جوڙ ۾ شرناءِ وڄائيندو هو. پر اڳتي هلي سندس والد ناچاڪيءَ جي ڪري فن کي الوداع ڪري ويو. جنهن کانپوءِ عبدالستار پنهنجو الڳ جوڙ متعارف ڪرايو. جنهن جو پاڻ اڳواڻ آهي. هن سنڌ توڙي پاڪستان جي ڪيترن سٺن فنڪارن سان ڍولڪ توڙي طبلي تي سنگت ڪئي آهي، انهن ۾ استاد شرافت علي خان، ديدار حسين سمو، غلام شبير سمو، سيد موڙڻ شاهہ، فقير منور علي ابڙو، سيد صدرالدين شاهہ ۽ ٻين جا نالا قابل ذڪر آهن.

هن شام چوراسي گهراڻي جي استاد گويي خانصاحب استاد شرافت علي خان سان بہ ڍولڪ تي يادگار سنگت ڪئي هئي. سندس ڍولڪ وڄائڻ جي انداز کان شرافت علي خان ايترو تہ متاثر ٿيو جو ڪيس پنجاب مان خط لکي سندس فن جي تعريف ڪيائين.

عبدالستار جو آواز تمام سريلو آهي، جنهنڪري محفلن ۾ ڳائيندو بہ آهي. هيءُ سٺو نوحہ خوان آهي ۽ محرم وارن ڏينهن ۾ نوحہ خواني بہ ڪندو آهي. هيءُ لطيف سوشل ويلفيئر ايسوسيئيشن رتوديرو (لسوا) جو عهديدار بہ آهي. عبدالستار 'لسوا' کان سواءِ ٻين ڪيترين فلاحي توڙي مذهبي تنظيمن سان واڳيل آهي.

هن ماضيءَ ۾ پنهنجي برادريءَ جي ڪجهہ فنڪارن ۽ وڄتڪارن کي جمع ڪري 'فنڪار ايسوسيئيشن رتيديري' جو بنياد وڌو. جنهن جي پليٽفارم تان شهر ۾ استاد حاجي خان دوداپوريءَ سان شام ملهائڻ سميت ٻيا ڪيترا موسيقيءَ جا سٺا پروگرام منعقد ڪرايائين.

**سمو، غلام نبي** (فنڪار): ناميارو شهنائي نواز غلام نبي ولد محمد اڪرم سمي جو جنم، 14 ڊسمبر 1942ع تي ڳوٺ جادي ڪلهوڙي ضلعي شڪارپور ۾ ٿيو. موسيقيءَ جو فن ڪيس ورثي ۾ مليو. سندس والد پنهنجي وقت جو ڍولڪ نواز هو ۽ سنڌ جو ناميارو راڳي ديدار حسين سمو سندس ننڍو ڀاءُ آهي، جڏهن تہ نئين نسل جو نوجوان راڳي ماسٽر فتح علي سندس ڀائٽيو آهي، جيڪو گهڻو مشهور فنڪار آهي.



غلام نبيءَ کي سندس والد 15 سالن جي عمر کان شرناءِ جي فن جي بنيادي سکيا ڏيڻ شروع ڪئي، جنهن ڪانپوءِ سنڌ جي سريلي شهنائي نواز استاد محمد اڪرم سمي لاڙڪاڻي واري کان شرناءِ جي باقاعدي سکيا ورتائين. پنهنجي استاد محمد اڪرم جي وفات ڪانپوءِ ڪلاسيڪي موسيقيءَ جي ڪجهہ ڄاڻ سنڌ جي ناليواري ڪلاسيڪل فنڪار استاد منذر خان جيڪب آباد واري کان پڻ ورتائين.

استاد غلام نبي سمو شهنائيءَ جي فن ۾ رياض ۽ محنت ڪري لوڪ موسيقي ۽ ڪلاسيڪل جي سنگم کي نمايان ڪرڻ واسطي ڪافي حد تائين گهڻائي ڪامياب تجربا ڪيا، ڪيس ماضي قريب کان وٺي حال تائين سنڌ ۾ ٿيندڙ ڪلاسيڪي ڄنن ۾ شرڪت ڪرڻ لاءِ دعوت ڏئي گهرايو ويندو آهي. هڪ ڀيري 1988ع ڌاري لاڙڪاڻي ۾ هڪ ڄنو منعقد ٿيو، جنهن ۾ سنڌ جي سٺن ضلعن جي سريلن مڱڻهارن کي دعوت ڏئي گهرايو ويو، ان ڄني جو پهريون نمبر انعام ان وقت ۾ هڪ هزار روپيا مقرر ڪيو ويو، جيڪو انعام استاد غلام نبي سمي

پنهنجي فن ۾ مهارت سبب ڪتيو هو. سندس ڪوڙ سارا شاگرد ضلعي لاڙڪاڻي فني خدمتون سرانجام ڏيندا اچن ٿا.

استاد غلام نبي سمو شرناءِ سان گڏ دهل به وڄائيندو آهي، پر گهڻي قدر شرناءِ نواز طور ڪيس سڃاتو وڃي ٿو. هيءُ پنهنجي چئن گهرن جي برادريءَ جو چڱو مڙس به آهي، ان ڪري ڪيس سندس برادريءَ وارا 'رئيس غلام نبي' جي نالي سان به سڏيندا آهن. غلام نبي سمو، قلندر لعل شهباز سان بي انتها محبت ۽ عقيدت رکندڙ آهي ۽ قلندر جي هر ميلي ۾ شريڪ ٿي درگاهه جي دروازي جي سامهون پنهنجي جوڙ سميت پنهنجي فن جو مظاهرو ڪري حاضري ڀريندو آهي. غلام نبي ۽ سندس جوڙ کي ڪيترائي ڀيرا پي. ٽي. وي ڪراچي سينٽر تي دعوت ڏئي گهرايو ويو آهي، جتي هن ڪلاسيڪي توڙي لوڪ موسيقيءَ جي پروگرامن ۾ پنهنجي فن جو مظاهرو ڪيو آهي. توڙي جو هن وقت سندس عمر ستر سالن کان وڌي آهي، پر سندس فن ۽ فن سان عشق هن وقت به جوان آهي.

**سمو، فقير غلام جعفر:** ناميارو صوفي راڳي ۽ دهلاري فقير غلام جعفر ولد محمد موريل سمي، ڳوٺ قائم الدين وڏيي، تعلقي ڳڙهي ياسين ضلعي شڪارپور ۾ جنم ورتو. فقير غلام جعفر چانيي ۽ ڍولڪ جو برجستو وڄتڪار هو. انهيءَ فن ۾ سندس استاد حاجي خان دوداپوري ۽ محمد بخش مگڻهار هئا.



دهلن ۽ شرنائين جي واڄي سبب شادين مرادين، ميلن ملاڪڙن ۽ ٻين خوشيءَ جي موقعن ۾ شرڪت ڪرڻ لاءِ ڪيس سندس جوڙ جي ساٿين سان ڳوٺ کان ٻاهر سنڌ جي مختلف شهرن ۾ اچڻ وڃڻ ٿيندو هو ان حوالي سان هن لاءِ اهو مشهور آهي ته هڪ ڀيري پاڻ شڪارپور ۾ درگاهه ٻڍل فقير جي ڀرسان ڪنهن ڳوٺ ۾ شاديءَ جي سلسلي ۾ ويو اتي رات جو خواب ۾ ڪيس ٻڍل فقير جي زيارت نصيب ٿي ۽ ڪيس درگاهه جو ويراڳي فقير ٿيڻ جو حڪم مليو صبح جو پاڻ پنهنجي جوڙ جي ساٿين کان موڪلائي وٺي ٻڍل فقير جي درگاهه جو رخ ڪيائين ۽ درگاهه جي گادي نشين وٽ حاضر ٿي اتان جو فقير بڻجي ويو جنهن ڪانپوءِ فقير غلام جعفر راڳ جي ميدان ۾ به قدم رکيو هو يڪتاري ۽ چپڙيءَ تيّ صوفياڻو راڳ ڳائيندو هو درگاهه ٻڍل فقير سان وابستگيءَ جي ناتي سان هر سال پنهنجي گهر ۾ پنهنجي مرشد جي دعوت ڪري، ان جي آمد تي وڏي صوفياڻي محفل ڪرائڻ سندس اهم وندر هئي. ميڊيا جي حوالي سان ڪيس سندس جوڙ سميت پي. ٽي. وي ڪراچيءَ تي پروڊيوسر اعجاز عليم عقيليءَ متعارف ڪرايو جنهن ڪانپوءِ ڪافي ڀيرا ڪيس ٽي. وي جي پروگرامن ۾ شرڪت ڪرڻ جو موقعو مليو

فقير غلام جعفر اڳتي هلي ضلعي لاڙڪاڻي جي شهر رتيديري ۾ لڏي آيو جتي مين شهدادڪوٽ روڊ تي عارباڻي رائيس مل جي سامهون سندس اوطاق هوندي هئي، ڪچي گاري جي چوني ٿيل مهاڙيءَ سان علم پاڪ جو نشان ان اوطاق جي اهم سڃاڻپ هوندو هو ان اوطاق جي هڪ دري مين روڊ طرف کلندي هئي، جتان اڪثر دهلن، شرنائين، صوفياڻي راڳ ويراڳ يا وري خالي ڍولڪ جي وڄت جا آواز ايندا رهندا هئا. هتي هميشه محبت جون محفلون مچنديون رهنديون هيون. فقير غلام جعفر هڪ ڪشادي دل، صوفي منش، فقير صفت انسان هو. جنهن پنهنجي نياز نوڙت سان هر ڪنهن دل ۾ پنهنجي جاءِ جوڙي ورتي هئي.

فقير غلام جعفر کي هڪ شاديءَ جي تقريب ۾ خوشي وچان ڪيل فائرنگ دوران چيلهه ۾ اچانڪ هڪ گولي لڳي وئي، جيڪا هن لاءِ عمر ڀر جو ناسور بڻجي وئي، ناچاڪائيءَ سبب وفات کان ڪي سال اڳ ڳائڻ وڄائڻ جو ڪم ڇڏي ڏنائين، پر سندس فن سان آخر تائين عشق رهيو.

سندس وفات سيپٽمبر 2000ع ۾ ٿي. هن پنهنجا فني وارث ٽي پٽ: بدرالدين سمو عبدالستار سمو ۽ هادي بخش سمو ڇڏيا، جيڪي حال تائين موسيقيءَ جي فن سان سلهاڙيا اچن ٿا.

**سمو فقير ڪورائي:** هيءُ مست، مجذوب ۽ درويش، عمرڪوٽ ضلعي جي شهر صوفي فقير جو ويٺل هو. سندس زندگيءَ بابت مفصل احوال نه ٿو ملي سگهي. هيءُ محمد فقير ڪتياڻ جو طالب هو. آخري عمر ۾ صوفي صادق فقيرَ جي درگاهه تي گذاريندو هو. سندس سرائيڪي ڪافيءَ جو نمونو هيٺينءَ ريت آهي:

ايسا گرو گڏياسين يار، ڪلمي ڪفر پڙهاوڻ والا،
پارس پيالي پرت دي ڏيندا، لشڪر لحظي وچ لٽيندا،
نينهن نسنگ نروار، نازڪ نر نچاوڻ والا،
ٻهڳڻ ٻولي ٻي نا ٻولي، توڪل تند طلب دي چولي،
سما سر سردار، هادي حق رساوڻ والا!

**سمو، گدا حسين:** فقير گدا حسين ولد محمد موريل سمي جو اصل ڳوٺ قائم الدين وڏيو تعلقو ڳڙهي ياسين، ضلعو شڪارپور هو بعد ۾ سندس وڏا هجرت ڪري ضلعي لاڙڪاڻي جي شهر رتيديري ۾ اچي آباد ٿيا. هڪ روايت موجب فقير گدا حسين پنهنجي خاندان جو پهريون



فرد هو جنهن موسيقيءَ جي ميدان ۾ پير پاتو ان کان اڳ مگڻهار هجڻ باوجود سندن خاندان مان ڪوبه هن فن سان وابسته نه هو

فقير گدا حسين طبلي، پکواز ۽ چانيي (جنهن کي عام لفظن ۾ ڏهل چيو وڃي ٿو) جو وڄتيو هو فن جي سکيا استاد حاجي خان دوداپوريءَ

ڪان ورتائين. گدا حسين درگاهه جهوڪ شريف جو طالب ٿيو ۽ 'گدا فقير' جي نالي سان مشهور ٿيو. فقير گدا حسين جهوڪ جي درگاهه جي ويراڳي فقيرن سان رهڻ ڪري اتر سنڌ سان گڏ لاڙ واري خطي ۾ به گهڻو وقت پنهنجي فن جو مظاهرو ڪيو. هو نه رڳو هڪ طبلي نواز ۽ دهلاري هو پر هڪ داناءُ شخص، ڪچهرين جو مور، ڳالهين جو ڳهير ۽ طنز ۽ مزاح ۾ پڙ هو. ڪيس لطيف سرڪار جي شاعريءَ سان گهرو لڳاءُ هوندو هو سندس انهن ئي گڻن جي ڪري جهوڪ ڌڻيءَ جي پيارن ۽ ويجهن فقيرن ۾ شمار ٿيندو هو.

فقير گدا حسين طنز ۽ مزاح جي حوالي سان وقت جي اميرن توڙي فقيرن: شهيد ذوالفقار علي ڀٽي، وڏيري نيڪ محمد خان اوڍي، مخدوم طالب المولى، فقير غلام مصطفى جوکيي ۽ ٻين جي اوطاقن ۾ ٿيندڙ ڪچهرين جي جان هوندو هو. سندس يادگار ٽوٽڪا، چرچا ۽ لطيفا سمورين ڪچهرين جي سونهن هوندا هئا. هيءُ فقير خداداد خوبين سان مالا مال هوندو هو. عمر جي آخري ڏينهن ۾ طنز و مزاح ڪندي پنهنجن وچڙي ويل ساٿين کي ساريندي ڳل آلا ڪري ويهندو هو.

فقير گدا حسين 13 آگسٽ 2003ع تي وفات ڪئي، سندس آخري آرامگاهه رتيديري ۾ سيد نادر شاهه جي درگاهه جي احاطي ۾ آهي. سندس ڇڏيل فني ورثي جو وارث سندس پٽ علي گل سمي جي صورت ۾ موجود آهي، جيڪو دهل جو وڄتڪار آهي.

**سميجو محمد بخش:** ٽي وي پروڊيوسر محمد بخش ولد فقير محمد سميجي جو جنم ٽرڙي ضلعي دادو ۾ ٿيو. سندس والد پوليس کاتي ۾ ملازم هو. هن مختلف شهرن ۽ اسڪولن ۾ تعليم حاصل ڪئي. ايم اي پوليٽيڪل سائنس ۾ 1964ع ۾



ڪيائين ۽ 1972ع ڌاري ايل ايل بي ڪري دادوءَ جي مشهور وڪيل امام بخش گهرياڻيءَ جو اسسٽنٽ ٿيو. ان کان اڳ پان سيدآباد ۾ انگريزي اسڪول ۾ ماستر هو. پي ٽي وي تي جڏهن سنڌي پروگرام جو ٽائيم وڌيو ته فيض ٻگهي، منظور قريشي ۽ ٻين سان گڏ 1975ع ۾ پاڻ به اسسٽنٽ پروڊيوسر جي حيثيت ۾ ڀرتي ٿيو. اتي هارون رند ۽ عبدالڪريم بلوچ جي نگراني هيٺ موسيقي ۽ ڊرامن ڏي ڌيان ڏنائين. هي اسسٽنٽ پروڊيوسر کانپوءِ پروڊيوسر ٿيو. هن پنهنجي ڪيريئر ۾ هڪ هزار کان مٿي ڊراما پروڊيوس ڪيا.

اڳتي هلي سندس گهرواري ۽ اولاد پڻ ٽي وي سان واڳجي ويا. هن پنهنجي حياتيءَ جا 29 سال پي ٽي ويءَ کي ارپيا. هن پي ٽي وي تي 1975ع ۾ بطور اسسٽنٽ پروڊيوسر پنهنجي ڪيريئر جو آغاز ڪيو. هن اڻ ٿڪ محنتن اوجاڳن سان سنڌي ڊرامن کي نوان رخ ڏنا جو سندس نالو ڪامياب پروڊيوسرن ۾ شامل ٿيڻ لڳو. هو انتهائي باصلاحيت ٽي وي پروڊيوسر هو. ڪيترائي سنڌي اردو ڊراما سندس محنتن جي ڪري بيحد مقبول ٿيا. جن ۾ زينت، انتها، انگاري، نوري ڄام تماچي، گامون سچار، ڪونج غلام ۽ ٻيا اڻ ڳڻيا ڊراما سندس ڪامياب ۽ يادگار رهيا.

محمد بخش سميجي کي سندس محنتن جي موٽ ۾ ڪيترائي اوارڊ پڻ مليا. هن ڪيترن ئي نون چهرن کي پي ٽي ويءَ تي متعارف ڪرايو. محمد بخش سميجي، پي ٽي وي آڏار سچي سنڌ ۾ پنهنجي صلاحيتن آڌار پنهنجو مٿيرو مقام جوڙيو ۽ پنهنجي سڃاڻپ ڪرائي. هن 13 سيپٽمبر 2004ع ۾ وفات ڪئي. ڪيس شهر دادو جي قبرستان ۾ دفن ڪيو ويو.

**سناگاگ** (Synagogue) **(يهودي عبادتگاهه)**: عبراني ٻوليءَ ۾ هن کي بيت حطفلہ يعني عبادت جو گهر چوندا آهن. يهودي عبادتگاهن جي شروعات بابت تاريخ خاموش آهي، پر اندازو آهي ته 586 ق. م 'بيت الاول' جي پڄڻ کانپوءِ اهڙين عبادتگاهن ٺاهڻ جو رواج پيو. يهوديت جي روحاني



تاريخ ۾ انهن عبادتگاهن جو وڏو ڪردار رهيو آهي. شروعات کان اهي عبادت کانسواءِ عام گڏجاڻين ۽ درس تدريس جي مقصد لاءِ استعمال ٿينديون رهيون آهن ۽ انهن مان اڪثريت ۾ ٻارن لاءِ مذهبي تعليم جا مدرسا 'تلمود توريت' نالي هلندا آهن. انهن عبادتگاهن ۾ هڪ وڏي ٿلهي سان گڏ هڪ محراب ۾ توريت جا ويڙهيل پنا رکيا ويندا آهن ۽ اتي ئي هڪ روايتي بتي ۽ نه شمعدان به هوندا آهن. قديم عبادتگاهن ۾ عورتن ۽ مردن لاءِ ڌار ڌار حصا هوندا آهن، پر هاڻي اهي هڪ ئي هنڌ گڏ ٿيندا آهن.

**سن بگ** (Sunnbug): هي اناج وان فصلن کي نقصان پهچائيندڙ هڪ وائرس آهي. ڪڻڪ ۾ بگ جا جيڪي مختلف قسم ملن ٿا، انهن ۾ سن بگ به هڪ آهي. هن وائرس کي ايران ۾ سين پيسٽ (Sennpest) به چوندا آهن. هي وائرس ڪڻڪ لاءِ تمام گهڻو هاڃيڪار آهي، پر ڪنهن حد تائين مڪئي ۽ جوار کي به نقصان پهچائي ٿو. هي وائرس پاڪستان کانسواءِ افغانستان، ايران، عراق، شام، لبنان، اردن، ترڪي، يونان ۽ ٻين ملڪن ۾ به عام آهي. هي ڪڻڪ جي ڏانڊين کي نقصان پهچائي ٿو. هن وائرس سبب اڪثر ڪري فصل جي پيداوار 25 سيڪڙو گهٽجي ويندي آهي، پر جيڪڏهن حملو شديد هجي ته سمورو فصل تباهه ٿي ويندو آهي. وائرس واري فصل جي اٽي جو ذائقو به متاثر ٿيندو آهي. پهريان هن وائرس جي موجودگي جي خبر 1940ع ۽ 1943ع دوران بلوچستان جي ژوب، لورالائي ۽ سبي وارن علائقن ۾ پئي، ان کانپوءِ ٻين پاسن ڏانهن به هي وائرس ظاهر ٿيو.

زرعي ماهرين جي تحقيق موجب سن بگ گرميءَ ۾ ڪمزور ٿئي ٿو ۽ زمين جي ڏارن ۾ لڪي وڃي ٿو. هي صبح ۽ شام جي وقت ٻوٽن تي چڙهي ڏانڊين مان رس چوسي ٿو. سخت گرمي ۾ هي سائو ٿي ڪري پوي ٿو ۽ اڪثر ڪري مري به وڃي ٿو. ڏانڊي سان گڏ هي ڪٽڪ جي داڻن مان به رس چوسي ٿو. سن بگ جو هڪ هنڌ کان ٻئي هنڌ ڏانهن لڏپلاڻ جو سلسلو ٻارنهن ئي مهينا جاري رهي ٿو. هي وائرس ڪٽڪ جي فصل مان ئي پنهنجي خوراڪ جو پورائو ڪري ٿو. اتي ئي آنا ڏئي ٿو ۽ واڌويجهه ڪري ٿو. هن وائرس جي خاتمي لاءِ مختلف دوائن جو ڦوهارو ڪيو وڃي ٿو. اڪثر جاين تي هي وائرس پکين جو کاڄ به بڻجي ٿو.

**سُنبل (گاھ/ٻوٽو)**: هيءَ ننڍڙي قد جو خوشبودار گاھ ٿئي ٿو. جيڪو جڙي ٻوٽين طور به ڪتب ايندو آهي. هن گاھ کي انگريزيءَ ۾ Spikenard، Nard، Nardin ۽ Muskroot نباتياتي زبان ۾: Nardostachys Jatamansi چيو وڃي ٿو. هن ٻوٽي/ گاھ جو تعلق Valerianacea خاندان سان آهي. هيءُ ٻوٽو نيپال، پنجاب، هماليائي



جبل تي 10000 فوٽن جي بلنديءَ تي بنگال، چين ۽ اولهه هندستان جو مقامي ٻوٽو آهي. سنڌ ۾ پڻ هيءُ ٻوٽو جهجهي تعداد ۾ ٿئي ٿو.

جيمس اي. موري، پنهنجي ڪتاب 'Plants and Drugs of Sind' جي صفحي 180 تي پروفيسر رائل ۽ سروليم جونس جو حوالو ڏيندي هن ٻوٽي کي قديم دور جو ٻوٽو ڄاڻايو آهي. 'Song of Solomon' ڪتاب سميت عيسائي مت جي مذهبي ڪتاب 'New Testament' ۾ به هن ٻوٽي جو قيمتي ۽ انتهائي مسحور ڪن خوشبو جي ٻوٽي طور ذڪر ٿيل آهي.

هڪ روايت مطابق رومي سلطنت جي قيام دوران هو رئيس، ورجل کي سنبل جي هڪ دٻي عيوض 36 گئلن شراب ڏيڻ جو واعدو ڪيو. هندستان ۾ هيءُ ٻوٽو بالڇاري نالي سان عام مشهور آهي. جڏهن ته سنسڪرت زبان ۾ هن کي نراڊا يا نلاڊا به چيو وڃي ٿو.

هند ۽ سنڌ ۾ قديم دور اندر هن ٻوٽي جو استعمال آيورويدي جڙي ٻوٽي طور ڪيو ويندو هو. هن ٻوٽي جو تيل سڪون بخش، بي خوابي ۽ روڳ (درد) وارين بيمارين لاءِ مفيد سمجهيو ويندو هو موجوده وقت ۾ پڻ هن ٻوٽي کي خوشبو جي ڪري خاص اهميت حاصل آهي. هيءُ ٻوٽو تقريباً 1 ميٽر ڊيگهه جو ٿئي ٿو ۽ ان تي گلابي رنگ جا گهنٽي نما گل ٿين ٿا. هيءُ ٻوٽو 3000 کان 5000 ميٽر جي ايراضي تائين پکيڙ ڪري سگهي ٿو هن جي پاڙ بجدار ٿئي ٿي، جنهن جو عرق مختلف تيلن ۾ خوشبو پيدا ڪرڻ لاءِ استعمال ڪيو وڃي ٿو.

**سنت بابا گوبندرام**: بابا گوبندرام جو جنم 1886ع ڌاري روهڙيءَ ۾ ٿيو. سندس والد ڀائي گيانچند ڪيس، مکڻ ۽ ڏڌ وڪڻندو هو. ڪيس به پُٽ هئا، وڏي جو نالو لعلو هو ۽



ننڍي جو جيٺو. جيڪو اڳتي هلي ڀائي گوبندرام جي نالي سان مشهور ٿيو. ٻالڪ جيٺو پنجن ڇهن سالن جو ٿيو ته سندس والد ڪيس ڀائي امولڪرام جي ٽڪاڻي ۾ ودیا (علم) پرائڻ لاءِ ويهاريو. امولڪرام ودوان ۽ درماتما هو. جيٺو جڏهن 10 کان 11 سالن جو ٿيو ته سندس پيءُ ڪيس پنهنجي اباڻي ڪرت ڏڌ ڪيرواري ڌنڌي ۾ لڳايو. پر ان واپار ۾ پوءِ جيڪا ملاوٽ ٿيڻ لڳي سا هن کان نه پُڳي، تنهنڪري اهو ڪاروبار ڇڏي ڏنائين. ڪجهه عرصي بعد هڪ ويراڳي ساڌ سان صحبت ٿي ويس، جنهن ڪيس ڌارمڪ شاستر پڙهايا، جنهن سبب هن جي من ويراڳ ورتي، ان ڪري ڪيس من اندر ڪنهن اهڙي ڪامل شخص لاءِ طلب جاڳي جيڪو هن کي سچي راهه ٻڌائي. آخر درويش سائين قطب علي شاهه وٽ آيو جتي ڀائي گوبندرام جي ڏيٺ ويٺ صوفي درويش ڊاڪٽر روچلداس سان پڻ ٿي.

ڪجهه عرصو قطب علي شاهه وٽ گهارڻ بعد هو واپس موٽي روهڙيءَ آيو. هو اجا ننڍوئي هو ته سندن ماءُ راهه رباني ٿي. هن جي والد ڪيس پرڻائڻ لاءِ گهڻو زور پريو، پر هنن بنهه انڪار ڪيو. آخر سندس والد ڪيس پنهنجي ملڪيت مان هڪ جاءِ رهڻ لاءِ نهرائي ڏني جتي هو اڪيلو رهڻ لڳو. اُهائي جڳهه سندس ٽڪاڻو ۽ مندر هئي. هو ان ڪوٺيءَ ۾ ويهي هردم پنهنجي اپياس ۾ محو رهندو هو. سواءِ پنهنجي هم خيال ساٿين جي ٻئي ڪنهن کي اندر اچڻ ئي نه ڏيندو هو.

رات ڏينهن جفائون، اوجاڳا ۽ بکون ڪيندي بابا گوبندرام جو جسم نبل ٿي ويو جنهن سبب هو انتهائي ڪمزور ٿي ويو. آخر تاريخ 21 مارچ 1921ع، هوليءَ جي ٻئي ڏينهن تي بابا گوبندرام پرلوڪ پڌاريو. ان وقت سندس عمر فقط 35 ورهيه هئي. سندن پوئلڳن سندس جسم کي جل سماڌي ڏني.

بابا گوبندرام جي شرير ڇڏڻ بعد سندن جڳهه جيڪا ٽڪاڻي جي نالي سان ڪوٺبي هئي سا ڪجهه عرصي تائين خالي رهي. سائين روشن علي شاهه ڊاڪٽر روچلداس تي تمام گهڻي قدر زور پريو ته اها

گادي تون پاڻ سنڀالي. پر ڊاڪٽر صاحب بنهه انڪار ڪندي چيو ته اهڙي مهاپرش جي گاديءَ تي ويهڻ جي مان لائق ناهيان. هيئي سال بابا گوبندرام جي ورسيءَ تي سائين روشن علي شاهه ڊاڪٽر روچلداس کي گاديءَ تي ويهاري پنهنجن هٿن سان پڳ پهرائي. اڄ ڏينهن تائين هر سال ڏوڙئي جي ڏينهن تي بابا گوبندرام جي ورسي سندس شرڌالا ڪلياڻ ۾ ملهائيندا آهن.

**سنت بابا هريرام** (پريا): پڳت هريرام خيرپور ضلعي جي ڳوٺ پنگو بهڻ ۾ 1869ع ڌاري پڳت تنومل جي گهر ۾ جنم ورتو. سندس نالو جيوترام رکيو ويو. هي اڃا هڪ سال جو مس هو ته تنو مل هڪ درويش انسان بابا ڪرپارام، جنهن سان سندس روحاني ناتو هوندو هو. تنهن وٽ پنهنجي ٻالڪ کي ٽيڪائڻ لاءِ ڪٺي آيو. سنت ڪرپارام ٻالڪ کي ڏسندي ئي چئي ڏنو ته هيءُ ٻالڪ اڳتي هلي جوڳي بڻجي سنسار کي سنئين راهه ڏيکاريندو. سنتن جي ان ڳالهه تي تنومل ڳنڍ ڪٽي ٻڌي ۽ ٻالڪ جڏهن ڪجهه اُسريو ته ان جي ٻانهن سنت ڪرپارام کي سونپي ڏنائين، جنهن سندس نالو هريرام رکيو. سنت ڪرپارام ٻالڪ کي ڌارمڪ شاسترن جو اڀياس ڪرايو. ساڌنا ڪندي هريرام ننڍي مان وڏو ٿيو ۽ سَنت جي خوب خدمت ڪئي. اَسروبلي اُتي گروءَ کي پرنام ڪري وڃي ڍڳين جي وٿاڻ جي صفائي ڪندو هو انهن کي چارو پاڻي ڏئي، ڪيرڏهي پوءِ اچي دربار جي صفائي ڪندو هو هٿ سدائين هاڄ ۾ هوندي به من ۾ گرباڻيءَ جو سمرڻ ڪندو رهندو هو. سن 1904ع ۾ بابا ڪرپارام پرلوڪ پڌاريو ته بابا هريرام ان دربار جو گادي نشين ٿيو.

بابا هريرام ڪيترن ماڻهن کي نام سمرڻ جي راهه ۾ چڪيو. هو جڏهن گرو گرنٿ صاحب جي پاٺي پڙهندو هو ته دلين کي ڏوڏي ڇڏيندو هو. هڪ دفعي هڪ مسڪين ماڻهوءَ مهراج ٽيڪارام پٽ، هن وٽ اچي سوال ڪيو ته "بابا سائين! وڏي عيال وارو آهيان، پنهنجن ٻارڙن کي روزانو کيروٽي ڏيڻ جي به مون ۾ سمرٿي ناهي." تنهن تي بابا هريرام هن کي پنهنجي هڪ تازي وياڻل ڍڳي ڦر سميت ڏئي ڇڏي.

بابا هريرام اُپديش کان وڌيڪ رهڻيءَ تي زور ڏيندو هو. سياءَ جو ڪلمڪ، سندس چوڻ هوندو هو ته هڪ ساڌوءَ جا ٻه ويري ٿيندا آهن. هڪ 'ڪامني'، ٻيو 'ڪنچن'، ان ڪري انهن کان پري رهڻ جڳائي. سندس عقيدو هوندو هو ته عورتن جي لاءِ گهرئي مندر آهي ۽ پتي ئي پرميشور. هڪ دفعي هڪ جوڙو جنهن کي شادي ڪئي ڏهه سال ٿي چڪا هئا، پر اڃا تائين اولاد ڪونه ٿيو هئن، اهي هن وٽ سوالي ٿي آيا. پڳت ڪلندي کين چيو ته "مان ڪو هٿ ٻار ورهائڻ ڪونه ويٺو آهيان، وڃي پنهنجي امڙ- ابي جي سيوا ڪريو." ان عورت کي چيائين ته سَس سهري جي دل و جان سان سيوا ڪندينءَ ته تنهنجي ڪک ضرور سائي ٿيندي. اهي پڳت جي چوڻ تي هليا ته 12 مهينن جي اندر انهن کي هڪ پٽ ڄائو.

تن ڏينهن ۾ ڪي ماڻهو جنن ۽ پرين جي پوَ سبب وسوسن ۾ قائل هوندا هئا، هو انهن کي سمجهائيندي چوندو هو ته مالڪ کي ياد ڪرڻ سان سمورا وهم ۽ وسوڙا دور ٿي ويندا. هو سادگي پسند هو ۽ نوجوانن کي چوندو هو ته جيون جي هر مشڪلات کي منهن ڏيڻ لاءِ هر دم تيار رهجي.

بابا هريرام جون 1947ع ۾ پرلوڪ پڌاريو هن وقت سندس گادي نشين پيلواڙا راجستان ۾ سندس پيغام کي عام ڪري رهيو آهي.

**سنت ڏٽي ماتنگ ڏيو**: هيءُ سنت ٻارمتي پنٿ جو باني ۽ مهيشوري ميگهواڙن جو روحاني بزرگ آهي. ٻارهين صديءَ ڌاري نئين پنٿ جي فڪري پيش رو جي پرچار سبب ڪيس روحاني شجري 'متنگ' جي نالي سان سڏيو وڃي ٿو.

ٻارمتي پنٿ جي گنان موجب ماتنگ ڏيو جو جنم وڪرمي سنبت مطابق ماگهه مهيني جي اونداهي ٽيڻءَ تٿ (تاريخ) تي ٿيو. سندس جنم جي مڪيه سال بابت ڪا اهم ثابتي نٿي ملي، تنهن هوندي به ڊاڪٽر موهن ديوراج ٿونيا، پنهنجي تحقيقي ڪتاب 'The Shrines of the Maheshvari Meghwar Saints in Sindh' جي صفحي 35 تي ڏٽي ماتنگ ڏيو جي جنم جو سال 1187 وڪرمي سنبت مطابق 1053ع/ 1130ع (گهٽ- وڌ) ڄاڻايو آهي. ان حوالي سان ٻارمتي پنٿ جي ڌرمي ڪتاب ۾ 'ماتنگ ڏيو جو جنم' نالي سان هڪ گنان چيل آهي، جيڪو هن ريت آهي:

ماگهه ماس، تٿ تريج وار ٿاورو، ڪرشن پک، امرت چوگهڙيو.

گوتم رک جو ڏوئترو، گهر ماترا رک جي وئايو.

مٿيئن گنان موجب ماتنگ ڏيو، مشهور هندو دانشور گوتم رشي جي پونيرن مان هو. سندس پيءُ جو نالو ماتر رک ۽ ماءُ جو نالو جئسدي ديوي هو. سندس ننڍپڻ عام ٻارن وانگر پنهنجي والدين سان گڏ گذريو. پر جيئن ئي بلوغت کي پهتو ته تعليم جي ظهور ۽ استغراق جي ڪري سندس زندگيءَ جو رخ بدلجي ويو.

هن 12 صدي عيسوي ۾ گجرات جي شهر پاليتاڻا کان ٻاهر ڪارونيي ڏونگر تي ٻارمتي رسم جي شروعات سان ٻارمتي پنٿ جو بنياد وڌو ۽ سنڌ، ڪڇ، گجرات، راجستان ۽ اُجين ۾ رهندڙ هندو ڌرم جي گهٽ ذات 'اڇوت' قبيلن ۾ پنهنجي فڪري پرچار جو آغاز ڪيو هن اڇوت قوم کي سماج ۾ برتر حيثيت ڏيارڻ لاءِ اڇوت ذاتين کي گروهي شڪل ۾ گڏ ڪيو، جيڪي بعد ۾ مهيشوري ميگهواڙ جي نالي سان مشهور ٿيا ۽ اڄ سوڌو سنڌ، گجرات ۽ ڪڇ ۾ رهندڙ مهيشوري ميگهواڙن جا قبيلا هن سنت جا معتقد آهن.

هن سنت جي زندگي جو احوال متنگ پراڻ، مامئي پراڻ، متنگ سمرتي ۽ مئسر پراڻ مان ملي ٿو. هڪ روايت مطابق سنت ماتنگ ڏيو جا سنڌ ۽ ڪڇ جي حاڪمن سان سنا لاڳاپا قائم هئا، جن مان سما حاڪم جام لاکي گرارو جو ذڪر ٻارمتي پنٿ ۾ ڏٽي ماتنگ ڏيو جي معتقد طور ملي ٿو. هن سنت 1250ع ڌاري سيٽي ٽر ۾ وفات ڪئي. سنڌس

سماڌي (مقبرو) بدين واري رستي ڏانهن علي بندر کان پندرنهن ميل پري مائي ۽ بڪڻ نالي ٻن ڳوٺن جي پاسي ۾ سيٽي جي مقام تي آهي، جتي مهيشوري ميگهواڙن جو وڏو تعداد ماتنگ ڏيو جي جنم ڏڻ ۽ مرڻ ڏڻ جي موقعي تي هر سال ياترا (زيارت) جي لاءِ گڏ ٿئي ٿو. سنت ماتنگ ڏيو جي لاڏاڻي کانپوءِ سندس پٽ سنت لوڙنگ ڏيو ٻارمتي پنٿ جو اڳواڻ ٿيو.

**سنت ڏٽي ماتنگ ڏيو جي سماڌي** (مقبرو): هيءَ سماڌي (مقبرو) سيٽي، ٽرجي علائقي ۾ واقع آهي. هن سماڌي جي ڏاکڻين پاسي ٻہ ننڍا ڳوٺ مائي ۽ ٻڪڻ پون ٿا، جنهن ڪري هن سماڌي جي نسبت ٻنهي ڳوٺن سان ٿئي ٿي. سماڌي جي اولهہ طرف تاريخي طور مقدس حيثيت رکندڙ سيٽي ڍنڍ پڻ آهي، جنهن کي مهيشوري ميگهواڙ سيٽي گنگا جي نالي سان سڏين ٿا.

هن سماڌي جي اڏاوت چورس شڪل ۾ ٿيل آهي. ظاهري ڏيک ۾ ٻاهرين پٽ جي وچولي ماپ سبب سماڌي ڪشادي محسوس ٿئي ٿي ۽ سماڌي جو اندريون حصو پري کان نمايان طور ڏسڻ ۾ ايندو آهي. هن



جو مکيہ دروازو اُتر کان ڏکڻ طرف لڳل آهي. اندرئين حصي ۾ سماڌي سميت هر طرف اڇي ماربل جو گهڻو استعمال ٿيل آهي. زيبائش لاءِ سماڌي، ٿنڀن ۽ ڇت تي اڇي ماربل سان گڏ ناسي رنگ جي ننڍي چورس ماربل جو استعمال بہ ٿيل آهي. گنبذ ڇت کان تقريباً اڌ ميٽر اوچو ٺهيل آهي. سماڌي ۾ 84 ٿنيا اڏيل آهن، جيڪي ٻارمتي گنانن موجب دنيا جي 84 لک حياتياتي جنسن کي ظاهر ڪن ٿا. سماڌي جي ايرندئين طرف، گجراتي ٻولي ۾ مامئي ڏيو جا گنان لکيل آهن. ڇت مٿان گيڙو رنگ جو هڪ ٽڪنبو جهنڊو (ڌاجا) پڻ لڳل آهي. مکيہ دروازي جي سامهون سمي حاڪم جيائي ابڙو جو يادگار آهي، جنهن کي ڇڇ چئبو آهي. سماڌي جو ٻاهريون حصو واريءَ تي مشتمل آهي.

**سنت شري مامئي ڏيو**: هي سنت، شري ماتنگ ڏيو جو ننڍو پٽ هو. هڪ اندازي مطابق سندس جنم 16هين ڪارتڪ سود 1387 وڪرمي سنبت مطابق 1330ع ڌاري ڪڇ ۾ ماترائي نالي هڪ مقام تي ٿيو. سندس پيءُ ماتنگ ڏيو جڏهن سنڌ ۾ تلهار لڳ ڀاڏرا ڍنڍ جي مقام تي رهڻ لاءِ آيو تہ مامئي ڏيو بہ گڏ هو ۽ هو سنڌ ۾ گهڻو عرصو رهيو.



ٻارمتي پنٿ جي گيانن/ گنانن مان اخذ ڪيل سندس زندگيءَ جي احوال مان خبر پوي ٿي تہ هن جام موڙاجيءَ سميت جاڙيجا سما راجائن کي راڄ تلڪ ڪيو هو. سندس لاءِ مشهور آهي تہ هيءَ چندرو ڏونگر (ڪڇ) ۽ گرنار ڏونگر (جهوناڳڙهہ) تي يوگ پوڄا (رياضت) لاءِ ويندو هو. هن جي گهڻن چمتڪارن (معجزن) مان هڪ جهوناڳڙهہ شهر تي مينهن وسائڻ ۽ ڏڪار جو خطرو ٽارڻ وارو معجزو بہ آهي.

هن پرکن کان هلندڙ ٻارمتي پنٿ ۾ ڪيترين ئي تبديلين ڪري مهيشوري ميگهواڙن لاءِ ان ۾ آسانيون پيدا ڪيون ۽ پنٿ ٻارمتيءَ جي تمام مذهبي طريقن کي گنانن ۾ پنهنجي ٻوليڳن کي سمجهائڻ خاطر محفوظ ڪيو، جن ۾ هن پرکن جي ساڳئي روحانيت واري فلسفي کي بيان ڪيو. هن پنهنجي سڄي زندگي ٻارمتي پنٿ جي پرچار لاءِ سنڌ، ڪڇ، هالار، مارواڙ ۽ ٻين علائقن ۾ رهندي گذاري. ٻارمتي پنٿ جو سمورو مذهبي گيان (علم) شري مامئي ڏيو جي نالي سان منسوب آهن، جنهن کي 'مامئي ڏيو جو گنان' يا 'گيان واڻي'، 'مامئي ڏيو جي پوشيہ واڻي'، 'مامئي ڏيو جا ويڊ'، 'اٿرامن ويد' ۽ 'گيان گنگا' چيو ويندو آهي. اهي گيان مائسري/ مهيشوري ميگهواڙن، سنڌن پرکن جي باري ۾ انهن جا چيل ويد، زماني، روحانيت، زندگي، موت، سماجي زندگي، سندس ذاتي ذندگي ۽ ٻين معاملن تي ڪڇي، سنڌي ۽ ڍاٽڪي زبانن ۽ لهجن ۾ ملن ٿا. انهن مان گهڻن گنانن کي ڪڇي ۽ مهيشوري ميگهواڙن گجراتي زبان ۾ پڻ لکي محفوظ ڪيو آهي.

ڊاڪٽر موهن ديوراج ٿوٿنيا جي ڪتاب Shrines of the Maheshvari Meghwar saints in Sindh جي سنڌي ٻاڱي ۾ لکيل سنڌي مقالي 'ستن ماموئي فقيرن جي حقيقت ۽ سنڌ ۽ ڪڇ جي عظيم تاريخي ۽ روحاني شخصيت شري مامئي ڏيو' جي صفحي 9 تي بيان ڪيل هڪ تاريخي روايت موجب سندس دور ۾ فيروز شاهہ تغلق ٺٽي

تي حملو ڪري ڄام تماچيءَ کي قيدي بڻائي دهلي وٺي ويو. چيو وڃي ٿو ته سنڌس ننڍو پٽ ٻانڀيٽو به گڏ هو. ڪجهه سالن ڪانپوءِ دهلي جي بادشاهه، ٻانڀيٽي کان قول قرار ورتو ته هو بادشاهه کي خراج ادا ڪندو. ان بعد ٻانڀيٽيئو سمو، حڪومت جي تخت تي ويٺو. ٻانڀيٽي جي تخت تي ويهڻ ڪانپوءِ هن پنهنجي حڪومت ۾ وڏيون تبديليون آنديون. جنهن سبب ڪمزور طبقي، خاص طور شري مامئي ڏيوجي پوئلڳن جي لاءِ سنڌ ۾ آزاديءَ سان رهڻ ۽ مذهبي رسمن تي عمل ڪرڻ ڏکيو ٿي پيو. اهي ئي محرڪات هئا، جن جي ڪري ٻانڀيٽي سمي ۽ شري مامئي ڏيو جي وچ ۾ سخت اختلاف ٿي پيا ۽ ٻانڀيٽي، شري مامئي ڏيو کي پنهنجي محل ۾ گهرائي ڪيس قتل ڪرڻ جو حڪم ڏنو. چيو وڃي ٿو ته جيئن ئي سنڌس سر ڌڙ کان جدا ڪيو ويو ته شري مامئي ڏيو پنهنجو سر پنهنجن هٿن سان جهلي هڪ ٿانءَ ۾ رکيو ۽ انهيءَ مهل هن زبان مان سنڌ، ڪڇ، گجرات، هالار، ڪشمير، ڪابل، ڪنڌار، دهلي، آگري، ماروي (مالوه، جو اجيٽي شهر) جي باري ۾ اڳڪٿيون اچاريون.

هن تحقيق مطابق ڄام تماچي ۽ ٻانڀيٽي سمي جو زمانو مامئي ڏيوجي زماني ۽ حالتن سان مطابقت رکن ٿا. ساڳيءَ ريت ڪڇ جي ڄام وهڻ ۽ موڙو جي جاڙيجا حاڪمن جي زماني (1338) جي لڳ ڀڳ ثابت ٿئي ٿو. ٻارمتي پنٿ جي مقدس گيانن مطابق مامئي ڏيوجو اهو واقعو ويساک مهيني جي اونداهي چار تٿ (تاريخ) تي وڪرمي سنبت 1472 مطابق 1338/ 1415ع ۾ ٿيو. ٻارمتي پنٿ جي روايتن ۾ ان ڏينهن کي ’سڪنٽ چوٿ‘ جي نالي سان ياد رکيو وڃي ٿو. ٻارمتي ڌرم گروئن جي هڪ ٻي روايت مطابق ان واقعي وقت سنڌس پٽ پير متيو، ميگهاڻند، امرچند (مرچند)، ياڳونت، ماڌيو ۽ لالڻ پڻ موجود هئا، جن سنڌس سر ۽ ڌڙ کي مڪليءَ ۾ دفن ڪري پاڻ گهڻن ميگهواڙن سان گڏ سنڌ کان نڪري ڪڇ ڏانهن وڃي رهيا. مامئي ڏيوجي سماڌي اڄ تائين مڪليءَ جي ٽڪري جي اتر-اولهه ڏانهن موجود آهي، جتي مهيشوري ميگهواڙ سون جي تعداد ۾ اچي ياترا (زيارت) ڪندا آهن.

ڊاڪٽر موهن ديوراج ٿونئيا، پنهنجي تحقيقي مقالي ’ستن مامويءِ فقيرن جي حقيقت ۽ سنڌ ۽ ڪڇ جي عظيم تاريخي ۽ روحاني شخصيت شري مامئي ڏيو‘ ۾ نتيجي طور ڄاڻائي ٿو ته سنڌي ادب ۾ ستن مامويءِ فقيرن جي نالي سان ملندڙ ست بيت دراصل شري مامئي ڏيو جا چيل ڳنان (اڳڪٿيون) آهن، جيڪي تاريخ جي ڪير قار سبب مامويءِ فقيرن سان منسوب ٿي ويا آهن، جڏهن ته سنڌ ۾ ستن مامويءِ فقيرن جو ذڪر برٽن جي تحريرن ۾ ڏندڪٿا طور ملي ٿو.

**سنت شري مامئي ڏيو جي سماڌي:** هي سماڌي مڪلي قبرستان، ٺٽي جي ڏکڻ- اولهه طرف هڪ وسيع ميداني علائقي تي واقع آهي، جتي سامئي نگر جا قديم يادگار پڻ ملن ٿا. هي سماڌي هڪ هزار چورس فوٽ تي مشتمل واڙي (ميدان) جي وچ تي هڪ وڏي ٿلهي تي قائم آهي. هن ٿلهي جي اوچائي تقريباً هڪ ميٽر ۽ قطر (diameter) 10 فوٽ آهي. سماڌيءَ ۾ داخل ٿيڻ جو رستو ڏکڻ- اوڀر طرف کان آهي. واڙي (ميدان) جي چوڌاري سرن جي پٽ ڏنل آهي، جنهن ۾ هڪ وقت ۾



تقريباً ٻه هزار ياترين جي ويهڻ جي گنجائش آهي.

مختلف وقتن تي هن سماڌيءَ جي تعمير ۽ ترقيءَ جو عمل هلندو پئي رهيو آهي. ابتدائي طور هي محض ٿلهي تي قائم ٿيل سماڌي هئي، بعد ۾ ان جي انتظامي ڪميٽي ’شري مامئي ڏيو سيوا سمتي‘ چندو گڏ ڪري هيءَ سماڌي جوڙائي.

سماڌي هڪ وڏي سيمينٽ جي ٿلهي تي ٺهيل آهي. ٿلهي کي مٿي چڙهڻ لاءِ 8 ڏاڪا ڏنل آهن. جيئن ته سماڌي اٺڪندي آهي، ان لاءِ مٿي پهچڻ لاءِ ڏاڪڻيون به چوڌاري جوڙيون ويون آهن. سڄي سماڌي مڪ اٺن ٿنڀن تي بيٺل آهي، جڏهن ته هر ٿنڀي کي پاسي کان ٻيا ٻه ٿنڀا به ڏنل آهن. ٿنڀن جي مٿان چوراس ناهي ان جي مٿان چوڌاري مضبوط جهالر ڏني وئي آهي، ڇت تي اٺڪندو شڪارو ٺهيل آهي، پر شڪارو چٽي نه ٿو سگهجي. شڪارو اٺڪندو آهي، جنهن ۾ هوا لاءِ اٺ جارا ڪڍيا ويا آهن ته جيئن هوا جو گذر ٿي سگهي، جارا گول ۽ جنسار سان آهن. شڪاري جي اندرين ڇت تي ڪا شيءِ جي نيرين ۽ ڪارين سرن سان گلڪاري ڪئي وئي آهي. جارن جي چوڌاري به ساڳين سرن جي گلڪاري ٿيل آهي، جڏهن ته ٻن ڪاشيءَ جي ڦولن جي وچ ۾ هر هڪ گول تي مختلف سنتن جي سماڌين کي چٽيو ويو آهي، اهو وڙ هر سماڌيءَ ۾ ڪونه ٿو ملي.

شڪاري جي مٿان ڪوٽيءَ جو سبتو گل جوڙيو ويو آهي، هي سماڌي چوڪنڊي نموني جي آهي، مڪيه سماڌيءَ جي عمارت ۾ وري اهڙي ئي نموني جي ٻي اصل سماڌي ناهي، ان جي ٿنڀن تي جنسار ڪيو ويو آهي، عمارت ڏسڻ ۾ جانب نظر ۽ سنڀاليل آهي.

**سنت لوڙنگ ڏيو:** هي سنت، ٻارمتي پنٿ جي باني سنت ڌڻي ماتنگ ڏيو جو وڏو پٽ هو. هن جو جنم گوهل وار، پاٽڻ (گجرات، ڀارت) ۾ وڪرمي سنبت 1172 (1038ع) ڌاري ٿيو. ننڍپڻ کان پنهنجي والد جي صحبت ۾ رهڻ ڪري سنڌس لاڙو اڇوت قومن ۾ سُڌارو آڻي ڪين

معاشري ۾ برابريءَ جي حيثيت ڏيارڻ طرف رهيو. سنڌس پيءُ جڏهن ڪارونجهي جبل (پاٽڻ، گجرات) ۾ پنهنجي فڪري نظريي 'ٻارمتي پنٿ' جو بنياد وڌو. ان وقت لوڙنگ ڏيو پنهنجي پيءُ سان نه صرف گڏ هو، بلڪ ٻارمتي پنٿ جي رسمن ۾ نمايان رهيو. سنڌس پيءُ جڏهن گجرات ڇڏي سنڌ لڏي آيو، تڏهن هن مستقل طور نري (هاڙوڪي تعلقي ماتلي، ضلعي بدين) ۾ رهائش اختيار ڪئي. ٻارمتي پنٿ جي روايت موجب چيو وڃي ٿو ته نريءَ (ماتلي) جو علائقو لوڙنگ ڏيو اچي آباد ڪيو، جتي سنڌس سرپرستيءَ ۾ سومرا ۽ ميگهواڙ امن، پائپي ۽ دوستاڻي نموني سان گڏجي رهندا هئا. ان حوالي سان هڪ روايتي چوڻي 'لوڙنگ نري جوڻ ڪرم' به مشهور آهي، جيڪا مهيشوري ميگهواڙ اڄ به ياترا دوران چوندا ايندا آهن. هن گهٽو ڪري سنڌ ۽ ڪڇ جي سومرن ۾ پوئتي پيل ذاتين ۾ پنهنجي فڪر جو پرچار ڪيو، جنهن جي نتيجي ۾ 'ست وشو سومرا' سنڌس پوئلڳ ٿيا.

ٻارمتي گنانن جي لکتن مطابق هن سنت طبعي موت مرڻ بدران سماڌ ورتي. ان واقعي جو سن وڪرمي سنبت 1252 مطابق 1118ع بيان ڪيل آهي. ٻارمتي پنٿ جي تاريخ ۾ ان واقعي کي اڄ تائين ياد ڪيو ويندو آهي.

هر سال وڪرمي سنبت جي چيٽ مهيني جي چوٿين تٿ (تاريخ) تي مهيشوري ميگهواڙن جا قافلا هن سنت جي ياترا لاءِ سنڌس علامتي سماڌيءَ تي ويندا آهن، جيڪا ضلعي بدين (اگوڻي نري) جي هڪ ننڍڙي ڳوٺ حاجي سانوڻ ۾ هڪ دڙي تي واقع آهي.

**سنت لوڙنگ ڏيو جي سماڌي** (مقبرو): ٻارمتي پنٿ جي عام روايتن ۾ مشهور آهي ته لوڙنگ ڏيو طبعي موت مرڻ بجاءِ زمين ۾ سمائجي ويو هو. سنڌس ان ڪرامت ۽ روحاني گرو جي عقيدت عيوض سنڌس عقيدتمندن تاريخي ڳوٺ نريءَ جي دڙن تي هڪ سماڌي (مقبرو) جوڙائي. 1970ع کان اڳ موجوده مقبري جي جاءِ تي فقط هڪ عام سماڌي جڙيل هئي، جنهن بعد 1970 کان 1980ع جي ڏهاڪي ۾ ڪراچي، ٿر ۽ ڪڇ جي ميگهواڙن سماڌيءَ جي پرپاسي ۾ چار ٿنڀا ۽ اوجيون ٺهرايون. ۽ 2002ع ڌاري هڪ خوبصورت سماڌي جوڙائي وئي آهي.

هيءَ سماڌي (مقبرو) تعلقي ماتلي، ضلعي بدين ويجهو سومرا دور جي تاريخي ڳوٺ نري/نرئي جي دڙن تي واقع آهي، جيڪو هن وقت حاجي سانوڻ ڳوٺ جي نالي سان سڃاتو وڃي ٿو دڙي مٿان سماڌيءَ جي اصل جاءِ وقوع تقريباً 10 ميٽر قطر مان اڌ ميٽر جي اوچائي تي آهي. دڙي جي سموري حصي کي 'واڙو' چيو ويندو آهي ۽ ياترا دوران زيارت لاءِ ايندڙ ياتري واڙي ۾ گڏ ٿيندا آهن.

سنت لوڙنگ ڏيو جي علامتي سماڌي دڙي جي اُپرندئين ڪنڊ تي آهي. 2002ع ڌاري نئين تعمير ڪيل سماڌي اٺ ڪنڊائتي (Octagonal) ڊزائن تي مشتمل آهي، سماڌي جي پٽ (نارو) تي سفيد

ٽائيل نصب ٿيل آهن. تقريباً 12 ٿنڀن جي سماڌيءَ جي چوڌاري گول ونگائين ڊزائين ۽ اٺ ڪنڊي ڇت ٺهيل آهي. ٿنڀن تي اڇي ۽ ناسي رنگ جي ٽائيلن سان خوبصورت ڊزائن ۽ ونگائين درن جي ڪنار تي



نيري رنگ جي ٽائيلن سان نمايان پٽي ڏنل آهي. ڇت جي اندرئين حصي ۾ رنگين شيشن جي ننڍن ٽڪرن سان نهايت نفيس ۽ دلڪش نقش ٺهيل آهن.

سماڌيءَ جي ڊيگهه غير معمولي طور ٻن ميٽرن تي مشتمل آهي، جيڪا ڳاڙهي رنگ جي گاري سان ڍڪيل آهي. سماڌيءَ جي پاسي ۾ 25 سينٽي ميٽر جي لوهي ڄاري نصب آهي. هن سماڌيءَ ۾ هڪ وقت تقريباً 100 ياترين جي ويهڻ جي گنجائش آهي.

ٻارمتي پنٿ جي عقيدي موجب هن سنت کي شري گڻيش جو اوتار سمجهيو ويندو آهي، تنهنڪري سنڌس سماڌيءَ جي سيراندیءَ شري گڻيش جون به مورتيون پڻ اسٽاپت (رکيل) آهن. جن جي چوڌاري ڏيئا ۽ اگربتيون ٻارڻ لاءِ ننڍڙيون پتيون اڏيل آهن. مقبري جي ونگائين درن مٿان ناسي، اڇي ۽ نيري رنگ جا ٽائيل لڳل آهن. مٿان هيٺ ٻنو ڏنل آهي، جنهن جي ڪنار تي پڻ نيرا، اڇا ۽ پيلي رنگ جا ٽائيل نصب آهن. مٿئين حصي ۾ چوڌاري 4 کان 5 فٽ (گهٽ- وڌ) جي اٺ ڪنڊي پت آهي، جنهن جي مٿان مخروطي انداز ۾ هڪ گنبذ ۽ وچ تي هڪ چوڪڙي ٺهيل آهي، جنهن جي مٿان سورج مکيءَ جو سبتو گل رکيل آهي. گنبذ جي چوطرف هيٺ ٻنو ۽ ان مٿان جنسار ٿيل آهي، جن تي پڻ اڇي ۽ نيري رنگ جا ٽائيل لڳل آهن.

هن سماڌيءَ ۽ دڙي جي پرپاسي ۾ سومرا دور جا ڪيترائي يادگار پڻ ملن ٿا، جن مان هڪ x2.53 فٽ جو پٿر جو ٽڪر. سماڌي جي ويجهو نصب آهي، جنهن تي ترار (تلوار) ۽ ڍالي سان هڪ سپاهيءَ جي تصوير اُڪريل آهي.

**سنت ماتئي ڏيو**: ٻارمتي پنٿ جو هي ٻيون سنت, لوڙنگ ڏيو جو اڪيلو پٽ ۽ پنٿ جي باني شري ڌڻي ماتنگ جو پوٽو هو. سندس جنم ڪڇ (هندستان) جي علائقي ماترٽي ۾ وڪرمي سنبت 1200 جي ڦڳڻ مهيني جي ٻهرين تٿ مطابق 1066/ 1257ع ڌاري ٿيو. هي پنهنجي پيءُ ۽ ڪٽنب سان گڏ نري (بدين) ۾ اچي آباد ٿيو جتي سندس شادي وينا ديويءَ سان ٿي. هن پنهنجي خانداني تسلسل کي برقرار رکندي سماج ۾ جن ذاتين کي گهٽ سمجهيو ويندو هو, تن ۾ ٻارمتي پنٿ جي فڪري پرچار جو آغاز ڪيو ۽ ان سلسلي ۾ سنڌ, ڪڇ, گجرات ۽ راجستان جي مختلف علائقن جو سفر به ڪيو. ڪيس روحاني علم/ تنتر گيان حاصل هو, جنهنڪري ڪيس ٻارمتي گنانن ۾ 'پنج پرڪن جي وڳت' ۽ 'ڏنوتر جو اوتار' ڪري ڄاڻايو ويو آهي. ٻارمتي پنٿ جي روايتن مان واضح ٿئي ٿو ته سندس دور ۾ ڪڇ اندر ڄاڙيجا سما سلطنت جو آغاز ٿيو هو. ساڳئي ئي دور ۾ نئي اندر سومرا حڪومت جو زوال ٿيو ۽ سمن جي حاڪميت قائم ٿي. هن جي روحاني فيض سبب ڪڇ ۽ نئي جا ڄاڙيجا سما حاڪم وڏي پئماني تي سندس معتقد ٿيا. سومرا ۽ پوئتي پيل قبيلا به هن جي روحاني اثر کي اڳواٽ قبول ڪري چڪا هئا. هن ٻارمتي پنٿ جي اصولن ۾ ڪي سڌارا آڻي, معتقدن لاءِ آسانيون پيدا ڪيون.

سندس زندگيءَ جو آخري وقت تلهار ويجهو پراڻي ڳوٺ ٻاڏرا ۾ گذريو, جتي هن پنهنجي پيءُ 'لوڙنگ ڏيو' وانگر سماڌي ورتي. هن معجزي/عمل کي مامئي ڏيو پنهنجي گنانن ۾ 'گهمڻ' ڪري ڄاڻايو آهي, جڏهن ته ٻارمتي پنٿ جي هڪ ٻي روايت موجب ماتئي ڏيو جو طبعي موت ٿيو هو ۽ سندس ديهانت جو سال وڪرمي سنبت 1350 مطابق 1250/ 1350ع کان به اڳ ڄاڻايو ويو آهي. هر سال ڦڳڻ مهيني جي ٻهرين تٿ تي ڏوريتي جي مذهبي ڏهاڙي تي هندو ياتري هن سنت جي ياترا/ زيارت لاءِ سندس سماڌيءَ تي ويندا آهن.

**سنت ماتئي ڏيو جي سماڌي (مقبرو)**: هيءَ سماڌي قديم تاريخي ڳوٺ ٻاڏرا جي دڙي تي اڏيل آهي. موجوده وقت ۾ هيءَ سماڌيءَ ڳهيلڙن جي ڳوٺ, تعلقي تلهار, ضلعي بدين ۾ آهي. ماتئي ڏيو جي سماڌي چؤڪندي ٿلهي تي ٺهيل آهي, جنهن تي چڙهڻ لاءِ 6 ڏاڪا آهن. سماڌيءَ جي اڳيان ۽ پويان دروازا آهن, جن مان هر هڪ دوازي کي ٻه ونگون نڪتل آهن ۽ چؤطرف ٿنيا اڏيل آهن. سماڌيءَ جي پاسن کان پٽين بدران هيٺئين حصي ۾ چئن کان پنجن فوٽن جون سيمينٽ جون جاريون لڳل آهن. سماڌيءَ جي فرش تي اڇيون ٽائيلس لڳل آهن. سماڌيءَ جي ڇت چبوتري جي انداز ۾ تعمير ٿيل آهي, جنهن کي ٻنهي پاسن کان هيٺئين طرف لاهين ڏنل آهي. ڇت جو ڪجهه حصو هيٺئين حصي کان 2 کان 3 فوٽ ٻاهر نڪتل آهي. ڇت جو اندريون حصو سادو آهي, سنت جي سماڌي وچ تي آهي, جنهن کي چوڌاري لوهي جاري ڏنل آهي. ٻارمتي پنٿ جي رسمن جي ادائيگي ۽ ياترين جي رهائش لاءِ سماڌيءَ جي چؤڌاري سرن سان حدبندي ٿيل آهي, جتي سماڌيءَ جي سار سنڀال ڪندڙ مجاورن جون ٻيون به سماڌيون آهن. هتي هڪ ٻئي گنگ ديويءَ جي آهي, جنهن لاءِ مشهور



آهي ته هوءَ ماتئي ڏيو جي گنانن جي ڄاڻو ۽ سندس وڏي معتقد هئي. هن سماڌيءَ تي هر سال ڦڳڻ مهيني جي ٻهرين تٿ تي مهيشوري مينگهواڙن جا قافلا ياترا لاءِ ايندا آهن.

**سنت وسڻ شاهه**: هندو جاتيءَ جي مشهور سنت وسڻ شاهه جا وڏا اصل خيرپور ميرس جا رهاڪو هئا, جتان پوءِ روهڙيءَ جي آسائو تڙ تي اچي وينا. هو ورڻ ديو جا پوڄاري هئا. سندس ماءُ جو نالو هاسي ٻائي ۽ والد جو نالو شري گيانچند هو. ڪين سنتن جي دعا سان فيبروري 1847ع ۾ هڪ ٻالڪ ڄائو جنهن جو نالو ويڙهو رکيائون. اهو ٻالڪ وڏو ٿي وسڻ شاهه جي نالي سان مشهور ٿيو. ٻالڪ جو مزاج ننڍپڻ کان ڪومل هو. ويتر سنت پارو شاهه جيڪا مٿس مهرجي نظر ڪئي ته سندس دل انساني خدمت, نمرتا, ڀڳتي, سادگي, ڌيرج, حوصلي, توڪل ۽ ٻين انيڪ گڻن جو گلدستو بڻجي پئي. سنت چيتورام, ڀڳت ڄاڙارام, سندن فرزند سنت مولارام برهمچاري, پائي امرداس ۽ ٻين ڪيترن وسڻ شاهه کان روحاني فيض پرايو.

وسڻ شاهه پنهنجي دربار انڌن, منڊن, لولن, لنگڙن, بيوس توڙي لاچار ماڻهن لاءِ کُليل رکي. هن ڪڏهن به ذات پات جو ڀيد ڪونه رکيو. هڪ دفعي هڪ مسڪين عورت وٽس آئي ۽ پنهنجو جسم ڍڪڻ لاءِ پيشگير لاءِ سوال ڪيائين. وسڻ شاهه پنهنجي گهر واريءَ کي نياپو موڪليو پر هن وٽ به فقط هڪ ئي پيشگير هو جو بدن تي پيل هو. هن پنهنجي مڙس جي خواهش جو احترام ڪندي, چادر جيڪا مٿي تي ڪيل هئس تنهن سان پنهنجو سمورو بدن ڍڪي پنهنجو پيشگير لاهي ان ضرورتمند عورت کي ڏئي ڇڏيو. مالڪ جي رمز ڏسو! ٻن ڪلاڪن بعد هڪ سيٺ وسڻ شاهه وٽ زنانا ڪپڙا سبيل ڪٽي آيو ۽ هٿ جوڙي قبول ڪرڻ لاءِ وينتي ڪيائين, جيڪي وسڻ شاهه پنهنجي گهرواريءَ کي ڏياري موڪليا. اهڙا تياڳ, خدمت ۽ سخا جا انيڪ مثال سندن حياتيءَ جي اپياس سان ڏسڻ ۾ ايندا.

وسڻ شاهه جي وفات بابت روايت آهي ته سندس هڪ شرڌالو لعلو سخت بيمار ٿي پيو ۽ وسڻ شاهه سندس حال پڇڻ ويو ته ڏٺائين لعلوءَ

جي گھرواري ۽ مائٽ روئي رهيا هئا. هنن هٿ ٻڌي وينتي ڪئي 'سچا ستگرو! هن لعلوءَ کي جيئدان ڏيو.' سنت وسڻ شاهه پنهنجون اکيون ھوٽي فرمايو 'ٻچا لعلو! تون اُٿ ۽ شيوا ڪندو رهه. اسين ٿا برهم لوڪ جي تياري ڪريون.' ان بعد لعلو چاڪ چڱو ڀلو ٿي پيو. پر ستت ئي آڪٽوبر 1894ع ڌاري وسڻ شاهه پرلوڪ پڌرايو.

**سِنتي ۽ روما لوڪ** (Sinti and Roma): هن وقت دنيا جي مختلف خطن ۾ اٽڪل هڪ ڪروڙ ويهه لک ماڻهن جا اهڙا گروهه موجود آهن، جن کي 'سنتي ۽ روما' سڏيو وڃي ٿو. يورپ ۽ آمريڪا ۾ سِنتي ۽ روما نالي واري ان قوم کي اڪثر هنڌن تي 'جپسي' (Gypsy) به سڏيو



ويندو آهي، ڇو ته يورپ ۾ سندن گھري سانوري رنگ سبب شروع ۾ عام طور اهو سمجھيو ويو ته اهي مصر (Egypt) مان آيل آهن. پوءِ وارن دور ۾ ان لفظ جپسيءَ جي معنيٰ خانه بدوش ۽ رولو واري بنجي وئي، پر دراصل اهي هند سنڌ سان لاڳاپو رکندڙ لوڪ هئا (وڌيڪ ڏسو: 'جپسي'، جلد ٽيون).

لسانيات جي ماهرن هنن رولو گروهن جي ٻوليءَ تي گھڻي تحقيق ڪئي آهي ۽ اهو نتيجو ڪڍيو آهي ته اهي جتي جتي به ويا ۽ رهيا آهن، اتان جي ٻولين جو اثر قبول ڪيو اٿن ۽ ڪيترائي لفظ اُڌارا به ورتا اٿن. پر لساني لحاظ کان سندن ٻولي بنيادي طرح برصغير جي آڳاٽين تاريخي ٻولين مان ڪا هڪ آڳاٽي ٻولي آهي. اهي ان کي 'برصغير جي خطي سنڌ' سان لاڳاپين ٿا ۽ سندن خيال آهي ته انهيءَ ٻوليءَ جي لسانياتي تجزيي سان هو انهيءَ گروهه جي ماڻهن جي اصل نسل کي به انهيءَ خطي سان جوڙي سگھن ٿا. ان جو سڀ کان وڏو اهڃاڻ سندن نالو 'سِنتي' (Sinti) آهي، جيڪو 'سنڌيءَ' جي بگڙيل صورت آهي. سڀ کان اهم ڳالهه اها آهي ته اهي ماڻهو پاڻ به پنهنجو اصل نسل سنڌ سان ڳنڍين ٿا.

ماهرن جو خيال آهي ته هن گروهه ڪن سياسي ۽ سماجي سببن جي ڪري 1000 عيسوي صديءَ ۾ سنڌ ڇڏي افغانستان، ايران، آرمينيا ۽ ترڪيءَ رستي يورپ جو سفر ڪيو. انهن مان ڪي انهن علائقن ۾ وسي ويا ته ٻيا اڳتي وڌندا رهيا. صدين تائين هي ماڻهو ٻين ملڪن ۾ عتاب هيٺ رهيا. جرمنيءَ ۾ انهن کي نفرت وچان 'Zigeuner' سڏيو ويو، جنهن جي معنيٰ آهي 'اڇوت'. ڪيترن هنڌن تي هنن جو غلامن جي حيثيت ۾ وڪرو به ٿيندو هو. آخرڪار 1864ع ۾ رومانيا سندن آزاديءَ جو قانون پاس ڪيو.

اهي سِنتي ۽ روما لوڪ اڪثر هنرمند ۽ فنڪار هوندا آهن، جن ۾ لوهار، گھوڙن جا واپاري ۽ تماشا ڪندڙ هوندا آهن. جن ۾ موسيقار، ساز وڄائيندڙ، سرڪس ۾ جانورن جا ڪرتب ڏيکاريندڙ ۽ رقص ڪندڙ شامل آهن. حال ۾ تعليم حاصل ڪري ڪي سرڪاري ملازم ۽ هيٺئين وچولي طبقي جا شهري به بنجي ويا آهن ۽ ڪي سٺا ليکڪ پڻ پيدا ٿيا آهن، جن پنهنجي قوم تي ٿيندڙ ظلمن ۽ سندن انساني حقن جي لتاڙ جي موضوع تي انگريزي، جرمن، فرينچ ۽ ٻين ٻولين ۾ گھڻو لکيو آهي.

نسل پرست نازي، جرمنيءَ ۾ يهودين وانگر هنن سِنتي ۽ روما لوڪن کي ڌاريو ۽ نسلي طرح ڪمتر قرار ڏئي، ڪين ڪئمپن ۾ رکي سخت تڪليفون ڏنيون ويون ۽ اهي هزارن جي تعداد ۾ ماريا ويا ۽ انهن خلاف ڪيترا قانون پاس ڪيا ويا، جن ۾ 1935ع ۾ Nuremberg Law يهودين ۽ هنن لوڪن سان لاڳو ڪيو ويو. 1933ع کان 1939ع تائين سرڪار طرفان انهن جا ڪيترائي ٻار کسي، خاص سائنسي تجربن لاءِ مخصوص گھرن ۾ رکي، انهن جي پرورش ڪئي ويندي هئي ۽ جن کي جرمن ٻولي نه ايندي هئي ته انهن کي ڪمزور دماغ ۽ ذهني معذور سڏي، عام اسڪولن ۾ وڌو ويندو هو. اهڙي اسڪولن ۾ مٿن چٿرون ڪري چيڙائڻ عام هو. هٽلر جي جرمنيءَ کانسواءِ ٻين يورپي ملڪن ۾ به ساڻن سٺو سلوڪ ڪونه ڪيو ويندو هو. ڪين چور ۽ بدمعاش چئي شهرن کان ٻاهر ڌڪيو ويندو هو.



ٻئي طرف انهن کي 'روما' يا 'روماني' ڪوٺڻ بابت ماهرن جو خيال آهي ته انهن مان ڪيترا 12 صدي عيسويءَ ۾ سنڌو ماٿريءَ کان هلي رومانيا، بلغاريه، ميسيڊونيا ۽ پوءِ هنگريءَ ۽ سلوويڪيا ۾ وڃي آباد ٿيا. ان کانسواءِ اهي وڏي تعداد ۾ اسپين ۾ ۽ پوءِ آمريڪا ۾ وڃي وسيا. ماهرن ٻوليءَ کانسواءِ هنن لوڪن جي موسيقيءَ ۾ به سنڌي موسيقيءَ جا اهڃاڻ لڌا آهن. گھڻا سال اڳ سنڌ جي هڪ محقق عزيز بلوچ

اهڙا اهڃاڻ پنهنجي ڪتاب Spanish Cante Jondo ۾ پڌرا ڪيا هئا. هنن سِنتي ۽ روما لوڪن جا ڪي گروهه هنن نالن سان به سڏجن ٿا: زرگر، ڊوم، جيوگ، ڪلدرش، ڪالي، سنتي، لواري، ارليجي، گراچي، رومنگو، گربتي، ٻئايش، منش، ڊوماري، ڪوئلي، نواري، رُسرجا، ارساري، ڪوتلياري. سندن ٻوليءَ جا لهجا آهن Sinti Manonche, Sinti Romani وغيره.

تازو 2012ع ۾ بارسلونا يونيورسٽيءَ ۾ جينيٽڪس جي ڪن ماهرن هنن لوڪن جي ڊي. اين. اي ۽ جينس وغيره تي Genomic Study ذريعي تحقيق ڪرڻ ڪانپوءِ اهو نتيجو ڪڍيو آهي ته ’سنتي ۽ روما لوڪن‘ جو جينياتي تعلق ننڍي کنڊ جي اتر اولهه واري خطي جي ماڻهن سان ثابت ٿئي ٿو جيڪي ڪنهن قدرتي آفت يا انساني مصيبت سبب 1500 سال اڳي اتان لڏي آيا هئا.

هنن ماڻهن جي سڀ کان اهم پيشن ۾ موسيقي، هنرمندي ۽ علم نجوم موجب قسمت جو حال ٻڌائڻ رهيا آهن. ثقافتي طور هو سندن نالا پنهنجي ٻوليءَ ۾ رکندا آهن ۽ گڏيل ڪٽنب ۾ رهڻ پسند ڪندا آهن. اڪثر هنن ۾ ڇوڪرين جي ننڍيءَ عمر ۾ شادي (ڇوڪريءَ جي شادي 12 سالن ۾ ۽ ڇوڪري جي 13 کان 19 سالن ۾) ڪرائي ويندي آهي ۽ ڇوڪريءَ جي مائٽن کان ان جو سڱ پئسن تي ورتو ويندو آهي ۽ هنن وٽ ڇوڪريءَ جي ڪنوارپ يا پاڪيزگيءَ کي ’مرم‘ چيو ويندو آهي، جنهن کي وڏي عزت سمجهيو ويندو آهي. ويم ڪيل عورت کي چاليهن ڏينهن تائين ناپاڪ سمجهيو ويندو آهي ۽ انهيءَ عورت جا توڙي ماهواريءَ واري عورت جا ڪپڙا ۽ ٿانوَ ٿپا ڌار ڌوتا ويندا آهن. هي لوڪ پنهنجن مُردن کي دفن ڪندا آهن، پر ڪن ملڪن ۾ (برطانيا ۾) اهي مُردن کي ساڙيندا به آهن. رسم رواج کان انحراف يا بغاوت تي برادريءَ مان خارج ڪرڻ وڏي ۾ وڏي سزا هوندي آهي.

ويهين صديءَ ۾ هنن لوڪن ۾ وڏي تبديلي آئي. هنن مان ڪيترا رولو قبيلن بدران آباد شهري (settled) بنجي ويا، جنهن ملڪ ۾ رهيا، اُتان جي مذهب ۽ ريتن رسمن کي پنهنجو ڪيائون. ائين هندو، مسلمان ۽ عيسائي مذهبن جي پيروي منجهن ملي ٿي. تعليم حاصل ڪرڻ سبب منجهن وڏو فرق آيو آهي، تنهن هوندي به پنهنجي ٻوليءَ جا ڪي بنيادي لفظ، ريتون رسمون، هنر، فن، موسيقي وغيره به محفوظ رکيا اٿن. هنن کي نسلي (ethnic) حوالي سان سنڌي سڃاڻپ آڳاٽي سنڌ سان ڳنڍي ٿي، پر هاڻي گڏيو نسل بنجي چڪا آهن.

**سندباد سيلاني**: الف ليليٰ جي ڪهاڻين ۾ بيان ٿيل ڪهاڻي ۽ ڪردار، جنهن کي ڏهين صدي عيسويءَ جو چيو وڃي ٿو. ان مطابق بصري (عراق) جو هڪ شاهوڪار واپاري ’سندباد سيلاني‘ پنهنجن دوستن کي پنهنجي زندگيءَ جي مهمن ۽ دولت حاصل ڪرڻ لاءِ ڪيل ستن سامونڊي سفرن جو احوال ٻڌائيندي پنهنجا تجربا ٻڌائي ٿو. انهن مان ڪيترا سچا ته ڪيترا گهڙيل افسانوي ٿا لڳن. هن ڪهاڻيءَ ۽ ڪردار جي نالي ۽ عراق سان قديم سنڌ جي ماڻهن جي تعلق، اچ وڄ ۽ واپاري ناتن جي ثابتين کي ڏسندي ڪن عالمن اهو خيال ظاهر ڪيو



آهي ته اهو سامونڊي واپاري يا وڻجارو دراصل سنڌ جو ئي هو ۽ اها ڪهاڻي سنڌ سان به نسبت رکي ٿي.

**سندر پڳوانداس**: ڊرامه نويس، هدايتڪار ۽ اداڪار سندر پڳوانداس جو جنم، 27 سيپٽمبر 1933ع تي ڪراچي، سنڌ ۾ ٿيو. ورهاڱي کانپوءِ هندستان جي علائقي ناگپور مهاراشٽر ۾ وڃي آباد ٿيو، جتي پارت جي هڪ سرڪاري اداري ۾ نوڪري ڪيائين. ادبي لحاظ کان سندس لاڙو ڊرامن لکڻ طرف رهيو. 1977ع کان 2000ع تائين هندستان ۾ سنڌو ڪلاڪيندر جي بينر هيٺ ڪيترن ناٽڪن ۾ حصو پڻ ورتائين، جن ۾: ’ياد ڪندا‘، ’سوريءَ سڏ ڪيو‘، ’هڪ عجيب داستان‘، ’فنا‘، ’رام اڃا بنواس ۾ آهي‘ ۽ ’هيءَ پياسو منهنجو من‘ شامل آهن. سنڌيءَ کان سواءِ هن ڪجهه هندي ناٽڪن ۾ پڻ ڪردار ادا ڪيا. استيج ڊرامن ۾ به ڪم ڪيائين. هن اداڪاريءَ سان گڏ ادبي تنقيد لکي ۽ شاعري به ڪئي. ڪيس مجتا طور ڪيترا اوارڊ مليا. جهڙوڪ: (1) 1998ع ۾ راجسٿان سنڌي اڪيڊميءَ طرفان بهترين ناٽڪ ’فنا‘ لکڻ تي پهريون نمبر انعام. (2) 1978ع ۾ ’سوريءَ سڏ ڪيو‘ ۾ بهترين هدايتڪار طور ’اکل پارت سنڌي ٻولي ۽ ساهت سڀا‘ طرفان پهريون انعام. (3) 1985ع ۾ ’هڪ عجيب داستان‘ ناٽڪ ۾ سٺي اداڪاري ۽ هدايتڪاريءَ عيوض ’اکل پارت سنڌي ٻولي‘ ۽ ’ساهت سڀا‘ بمبئي پاران پهريون انعام ۽ (4) مجموعي طور ڊرامه ۽ ثقافتي شعبن ۾ خدمتون سرانجام ڏيڻ عيوض سنڌي اڪيڊمي مهاراشٽر طرفان ڪيترائي اوارڊ مليا.

**سندر مجرم**: شاعر سندر مجرم جو اصل نالو سندر منگهراج جڳواڻي ۽ تخلص ’مجرم‘ آهي. هن 5 جنوري 1925ع تي پريا شهر ۾ جنم ورتو. ورهاڱي وقت پارت لڏي ويو، جتي احمد آباد ۾ وڃي رهيو. سندر مجرم هڪ شاعر هجڻ سان گڏ ڪهاڻيڪار ۽ صحافي به آهي. هن جا ڪيترائي شعر سنڌ جي مختلف اخبارن ۽ رسالن ۾ ڇپيا آهن. ان کان سواءِ ’سنجي‘، ’ڦلواڙي‘ ۽ ’گلشن‘ رسالن جو اسسٽنٽ ايڊيٽر پڻ رهي چڪو آهي. سندس شاعريءَ جا ٻه مجموعا (1) ’نيٽڻ وهايو نير‘ (1976ع) ۽ (2) ’ڪليون ۽ گل‘ (1978ع) ڇپيل آهن.

**سنڌ آرڪائيوز** (Sindh Archives): هي ادارو سنڌ جي قومي دستاويزن جو محافظ ادارو آهي، جنهن ۾ سنڌ جي تاريخ ۽ ثقافت بابت مواد گڏ ڪيو ويو آهي هن وقت سنڌ آرڪائيوز، اطلاعات کاتي سنڌ جي هڪ ڊائريڪٽوريٽ طور ڪم ڪري رهي آهي سنڌ آرڪائيوز جي لائبرريءَ ۾ سنڌ ۽ پاڪستان جي تاريخ ۽ ثقافت بابت تمام وڏو مواد موجود آهي.




انگريز دؤر ۾ سنڌ حڪومت پراڻي سرڪاري رڪارڊ ۽ ٻين تاريخي دستاويزن کي محفوظ رکڻ لاءِ سنڌ آرڪائيوز جو قيام عمل ۾ آندو. سنڌ آرڪائيوز 1853ع ۾ چيف ڪمشنر سنڌ جي هٿ هيٺ هڪ مرڪزي رڪارڊ روم طور قائم ٿيو. ان وقت ۾ ڪمشنر ئي سنڌ جو ڪرتا ڌرتا هوندو هو. سنڌ جي اڳوڻي ڪمشنر بارٽل فريئر 1820ع کان سنڌ جو رڪارڊ، قديم دستاويز، نقشا، گزيٽيئر، تاريخ ۽ ڪلچر بابت مواد محفوظ ڪرڻ شروع ڪيو. هن رڪارڊ روم کي ڪيترا ڀيرا وسعت ڏني وئي. ۽ ان قيمتي رڪارڊ کي آخري ڀيرو ڪمشنر آفيس (موجوده گورنر هائوس جي عمارت) ۾ 1936ع ۾، سنڌ جي بمبئي پرڳڻي کان جدائيءَ بعد آندو ويو. پاڪستان ٺهڻ بعد جڏهن ايوبي مارشل لا ختم ٿي ۽ پيپلز پارٽيءَ جو ٻيهر جمهوري دور آيو، تڏهن ڊاڪٽر غلام علي الانا، انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي ۾ سنڌ آرڪائيوز قائم ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. انهي زماني ۾ تعليم کاتي جي هٿ هيٺ ڪلچرل سيل ڪم ڪندو هو. اڳوڻي وزير تعليم پيار علي الانا ۽ عبدالحميد آخوند جي ڪوشش سان تعليم کاتي کان ڪلچرل سيل ڌار ڪرائي، ثقافت، سياحت، راندين، ۽ نوجوانن جي معاملن وارو کاتو قائم ڪرايو ويو. اهڙي طرح 1977ع ۾ سنڌ آرڪائيوز، ثقافت ۽ سياحت کاتي جي هٿ هيٺ هڪ ڊائريڪٽوريٽ طور قائم ٿيو. ان جي قائم ٿيڻ بعد اڳوڻي ڪمشنر سنڌ جي آفيس وارو سمورو رڪارڊ 1992ع ۾ سنڌ آرڪائيوز جي موجوده عمارت ۾ منتقل ڪيو ويو. سرڪاري رڪارڊ سان گڏ هڪ ريسرچ لائبرري به قائم ڪئي وئي. ڪيترن عالمن جهڙوڪ: ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ، ڊاڪٽر نبي بخش جي. قاضي، پير حسام الدين راشدي، جهامنداس ڀاٽيا، حميد هارون، پير علي محمد راشدي، سوڀي گيانچنداڻي ۽ ٻين جون ذاتي لائبريون ۽ قديم نسخا، سنڌ آرڪائيوز کاتي خريد ڪري ورتا. ان ڏس ۾ ثقافت ۽ سياحت کاتي جي اڳوڻي سيڪريٽري عبدالحميد آخوند سنڌ آرڪائيوز کاتي کي مستحڪم ۽ فعال ڪرڻ ۾ وڏو ڪردار ادا ڪيو. سنڌ آرڪائيوز، ثقافت ۽ سياحت کاتي جي سيڪريٽرين عبدالحميد آخوند کان وٺي، گل محمد عمراڻيءَ جي دور تائين ثقافت کاتي جي ماتحت رهي، پر 1993ع ۾ جڏهن ماهتاب اڪبر راشدي، اطلاعات کاتي سنڌ جي سيڪريٽري ٿي ته سنڌ آرڪائيوز، اطلاعات کاتي سنڌ جو حصو بڻجي وئي ۽ ان وقت کان وٺي اڄ تائين سنڌ آرڪائيوز جو ادارو اطلاعات کاتي جي هٿ هيٺ ڪم ڪري رهيو آهي. 2003ع کان 2005ع تائين سنڌ آرڪائيوز جو ڊائريڪٽر ڊاڪٽر ڪليم لاشاري رهيو، جنهن هن اداري جي ترقيءَ لاءِ دلچسپيءَ سان ڪم ڪيو. هن اداري لاءِ ڪجهه اسڪيمون منظور ٿيون. پر ڪجهه عرصي لاءِ ڊائريڪٽر جي غير موجودگيءَ سبب التوا ۾ رهيون. جڏهن آڪٽوبر 2005ع ۾ اقبال نفيس خان سنڌ آرڪائيوز جو ڊائريڪٽر مقرر ٿيو ته ترقياتي رٿائن تي ٻيهر ڪم شروع ٿيو. هن وقت اطلاعات ۽ آرڪائيوز کاتي جو صوبائي وزير شرجيل انعام ميمڻ آهي، جڏهن ته سيڪريٽري طور اعجاز احمد ميمڻ خدمتون سرانجام ڏيئي رهيو آهي.

سنڌ آرڪائيوز ڊائريڪٽوريٽ ۾ هن وقت تائين اڌ کان وڌيڪ آرڪائيول رڪارڊ ڪمپيوٽرائيز ڪيو ويو آهي. 50 سيڪڙو ڪتابن جي ڪيٽلاگنگ ڪرڻ کان سواءِ 0.6 ملين دستاويز ۽ نسخا اسڪين ڪيا ويا آهن. ان کان سواءِ سنڌ آرڪائيوز پاران ڪيترا اهم ڪتاب به ڇپايا ويا آهن.

**سنڌ اڀياس اڪيڊمي**: هيءَ اڪيڊمي مشهور تعليمي اداري ’زيبسٽ‘ جو حصو آهي. ان جو بنياد مارچ 2012ع ۾ پيو ۽ آگسٽ 2012ع ۾ زيبسٽ پاران منعقد ڪرايل ’سنڌ اسٽڊيز سيمينار‘ جي موقعي تي ان جو افتتاح ڪيو ويو. سنڌ اڀياس اڪيڊميءَ جو مقصد سوشل سائنسز پڙهندڙ شاگردن کي سنڌ جي تاريخ، ثقافت ۽ سنڌي سماج تي تحقيق لاءِ آماده ڪرڻ آهي. سنڌ اڀياس اڪيڊميءَ جي ڊائريڪٽر ڊاڪٽر غزاله رحمان رفيق آهي. سنڌ اڀياس اڪيڊميءَ جو افتتاح ’زيبسٽ‘ جي پريزيڊنٽ ڊاڪٽر ثاقب رازويءَ ڪيو هو. ان موقعي تي سوشل سائنس جي شاگردياڻي حفصه شاهه جيلانيءَ، سنڌ اڀياس اڪيڊميءَ جي ناهيل ’لوگو‘ بابت سمجهاڻي ڏني هئي.

سنڌ اڀياس اڪيڊميءَ زيبسٽ ۾ تعليم حاصل ڪندڙ شاگردن لاءِ ماسٽرس، ايم.فل ۽ پي. ايڇ. ڊي جا ڪورس تيار ڪرڻ جو ڪم جاري آهي. هيءَ اڪيڊمي زيبسٽ جي مکيه ڪئمپس ڪراچيءَ ۾ قائم آهي (وڌيڪ ڏسو: زيبسٽ، جلد 6).

**سنڌ اسٽڊيز** (Sindh Studies: ڪتاب): هي ڪتاب ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ جي انگريزي مقالن تي مشتمل آهي، جنهن ۾ تعليم ۽ آثار قديمه سان لاڳاپيل انگريزيءَ ۾ لکيل مضمون/ مقالا شامل آهن. هن ڪتاب ۾ ڊاڪٽر بلوچ جا 55 مضمون ۽ مقالا شامل ڪيا ويا آهن، جيڪي سنڌس ذاتي دستاويزن مان هٿ ڪيل ۽ سيمينارن ۾ پڙهيل آهن. هن ڪتاب جو مهاڳ، ان جي سهيڙيندڙ ۽ ايڊيٽ ڪندڙ گل محمد عمراڻيءَ جو لکيل آهي، جڏهن ته پبلشر جو نوٽ ڊاڪٽر حبيب الله صديقيءَ لکيو آهي.




400 صفحن تي مشتمل چار رنگي ٽائٽل واري ڊبل ڪرائون سائيز جو هي ڪتاب ڊاڪٽر اين. اي بلوچ انسٽيٽيوٽ فار هيريٽيج، سال 2012ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو آهي، جنهن جي قيمت 800 روپيا آهي.

**سنڌ انسٽيٽيوٽ آف يورولاجي اينڊ ٽرانسپلانٽيشن**

(SIUT): سنڌ انسٽيٽيوٽ آف يورولاجي اينڊ ٽرانسپلانٽيشن، صحت جو فلاحي ادارو آهي، جنهن ۾ جيري، بڪين/ گڙدن جي بيمارين جو




علاج ۽ انهن جي پيوندڪاري ڪئي وڃي ٿي. هي ادارو، مشهور ڊاڪٽر ۽ سرجن ڊاڪٽر اديب رضويءَ جو قائم ڪيل آهي. جيڪو پهرين سول اسپتال ڪراچيءَ ۾ خودڪار نموني علاج ميسر ڪرڻ لاءِ ڪم ڪرڻ لڳو. شروع ۾ هتي سرنديءَ وارن جي معاونت سان عام ماڻهن جي ننڍي پئماني تي بيمارين جي چڪاس ڪئي ويندي هئي. مسلسل ڪوشش ۽ ڊاڪٽر اديب رضويءَ جي اورچائيءَ سان هن اداري ترقي ڪئي ۽ آمريڪا ۾ رجسٽرڊ ٿيو. اداري ۾ هن وقت وڏي پئماني تي سنڌ سميت ملڪ جي اڪثر پوئتي پيل علائقن جي ماڻهن کي بيمارين جي مفت چڪاس، علاج، گڙدن جي نئين سر پيوندڪاريءَ جا آپريشن ڪرڻ جهڙيون سهولتون مهيا ڪري ڏنيون وڃن ٿيون.

ايس. آءِ. يو. ٽيءَ ۾ بڪين/ گڙدن جي ٻين بيمارين سميت ڪينسر جو پڻ علاج ڪيو وڃي ٿو. اداري جي بنيادي مقصدن ۾ آهي ته ماڻهو وقت کان اڳي فقط ان ڪري ئي موت جو ڪاج بڻجي، جڏهن هو زندگيءَ لاءِ بنيادي ضرورتون حاصل ڪرڻ کان قاصر آهي. هتي مريضن جو علاج صحت جي عالمي اصولن موجب ۽ شفاف ماحول ۾ ڪيو وڃي ٿو. ملڪ ۾ گڙدن ۽ بڪيءَ جي بيمارين لاءِ مفت علاج مهيا ڪندڙ ۽ معياري سنڀال لهڻ جي نسبت هيءُ واحد ادارو آهي، جيڪو وڏي پئماني تي پنهنجون خدمتون احسن طريقي سان عام ماڻهن کي فراهم ڪري رهيو آهي. اداري ۾ بي پهچ ۽ علاج تائين رسائي نه ڪري سگهندڙ مفلس ماڻهن جو علاج ڪيو وڃي ٿو. ڪنهن به رنگ، نسل، ذات پات توڙي قوميت جي فرق کانسواءِ سڌريل دنيا جي ماڻهن واري ساڳي طرز تي مريض جو علاج ۽ سنڀال ڪئي وڃي ٿي.

ساڳئي وقت ايس. آءِ. يو. ٽي ۾ 250 ڊاڪٽر ۽ نرسون تربيت پڻ وٺن ٿا. 2009ع ۾ هائير ايجوڪيشن ڪميشن هن اداري کي خودمختيار اداري جي حيثيت ۾ ڊگريون پڙهائڻ جو پڻ الحاق ڏنو. اداري پاران فيلوشپ ۽ ميمبرشپ تحت ڊاڪٽر تربيت وٺن ٿا، ان سميت مختلف ڪاليجن ۽ صحت جي ادارن مان پڻ هتي ڪيترائي ڊاڪٽر يورولاجي، نيفرولاجي ۽ بايولاجيڪل سائنس جي ڪورسن جي تربيت وٺڻ اچن ٿا، جيڪي بعد ۾ سنڌ، پاڪستان سميت افغانستان توڙي سارڪ (SAARC) ملڪن ۾ پنهنجون خدمتون سرانجام ڏين ٿا. هتي شاگردن کي ريسرچ جا موقعا پڻ ميسر آهن. اداري جي بنيادي مقصدن ۾ هينيون ڳالهيون طئي شده آهن:

(1) ڪنهن به قسم جي فرق کانسواءِ هر ماڻهوءَ کي مفت چيڪ اپ ۽ علاج ميسر ڪري ڏيڻ.

(2) سڀني مريضن کي خلوص ۽ عزت سان علاج ميسر ڪرڻ

(3) علاج لاءِ آيل هر مريض کي مفت علاج جون سهولتون مهيا ڪري ڏيڻ، پئسن جي کوٽ يا بيواهه هجڻ جي صورت ۾ به ڪيس هر طرح ادارو مڪمل علاج مهيا ڪري ڏيندو.

(4) علاج کي ڌنڌو بنائڻ جي مخالفت ڪرڻ.

(5) سماج ۾ بيمارين کان بچڻ بابت سڌ ڏيڻ، عام معلومات پکيڙڻ.

(6) صحت جي سڌاري لاءِ هر نئين تحقيق ۽ ٽيڪنالوجيءَ کي ٻين ادارن ڏانهن به منتقل ڪرڻ.

(7) صحت جي شعبي سان لاڳاپيل عملي جي هر طرح سان تربيت ڪرڻ ته جيئن انهن جون صلاحيتون اجاگر ٿين.

سنڌ انسٽيٽيوٽ آف يورولاجي اينڊ ٽرانسپلانٽيشن ۾ بيمارين جي چڪاس لاءِ جديد ترين مشينريءَ جي انتظام سميت اعليٰ معيار ۽ بين الاقوامي سطح جي ليبارٽرين جو انتظام ڪيل آهي. اداري ۾ ميڊيڪل ايجوڪيشن، سينٽر فار بايوميڊيڪل اٿڪس اينڊ ڪلچر،

سينٽر فار هيومن جينيٽيڪس اينڊ ماليڪيولر ميڊيسن، زيڊ. اي اسڪول. اسڪول آف نرسنگ جهڙا تعليمي شعبا پڻ قائم آهن. هيءُ ادارو سول اسپتال ڪراچيءَ سان لاڳاپيل آهي، باقي انتظامي توڙي علاج جون سڀ سهولتون خودڪار نموني فراهم ڪري ٿو.

ادارو فلاحي طور سيڪشن نمبر (3) 501(C) تحت اسٽيٽ آف ٽيڪساس، آمريڪا ۾ رجسٽرڊ آهي. هن جون شاخون لاس اينجلس، شڪاگو ۽ اوهيو، جپان ۾ آهن. اداري جي گورننگ باڊي آهي، محدود مدي ڪانپوءِ اداري جو نئون صدر منتخب ٿئي ٿو. هن وقت ايس. آءِ. يو. ٽي جي صدر ڊاڪٽر فاطمه سيد آهي.

**سنڌ اي ٽائيم ڪيپسول آف هيريٽيج** (Sindh- A Time Capsule of Heritage) **(ڪتاب)**: هيءُ انگريزي ڪتاب سنڌ جي اڳوڻي سرڪاري عملدار ۽ محقق محمد صلاح الدين جو لکيل آهي. هن ڪتاب جو انتساب سنڌ جي اڳوڻي وزيراعليٰ سيد عبدالله شاهه ۽ اڳوڻي چيف سيڪريٽري سيد سردار احمد جي نالي ڪيل آهي. هن ڪتاب ۾ 22 باب آهن، جن مان پهريون تعارفي باب آهي، جنهن ۾ قديم وسيع سنڌ جي عظمت ڪان ويندي موجوده دور جي تهذيب، ثقافت، رسمن رواجن، ٻوليءَ، مذهب ۽ تاريخ تي




مختصر روشني وڌي وئي آهي. ان ڪانپوءِ سنڌ جي بمبئيءَ سان الحاق جو پسمنظر، سنڌ جي مختلف قبيلن جي حسب نسب ۽ تاريخ جو احوال، جن ۾ ڪائي، سيلرا، ڏانڊل، موريا، ٻگهيا، انڙ، ڏاهري، سوڍا ۽ سومرا شامل آهن. ان ڪانپوءِ گجر، گرجارا ۽ دل قبيلا، سڪندراعظم جي دور جي سامارو ڊِنڊ، جين ڌرم وارن جا مندر، لاڙ لاڙڪ، لاڙڪي (لفظن جو چيد سڪندر جي مورخ ٽالميءَ جي لکڻين جي روشنيءَ ۾) عنوان اچي وڃن ٿا. ان ڪانپوءِ راوڙ، مگ ۽ مڪان، ڊينگاڻ ۽ پرگڙي، ڊيميٽريس ۽ متياري وارن نالن ۾ تاريخ جي تلاش ڪانسواءِ رتن ڪوٽ ۽ رتوڪوٽ، لانبو تلاءُ عمرڪوٽ، سنڌو يا انڊس درياهه، قديم سڪا، موهن جي دڙي جي ليجڻ جا اثرات، برهما جو مجسمو سنڌ ۾ ٻڌمت، سماٽ، پالي ۽ سنڌ جي تاريخ بابت مرثيي/ نوحي (elegy) وارا عنوان شامل آهن. ليکڪ جو چوڻ آهي ته هن اهو ڪتاب سنڌ جي ماڻهن جي ڪهاڻي، سندن مذهبي عقيدن ۽ ٻوليءَ جا سرا ڳولي منطقي انداز ۾ انهن جي ٻيهر اٿت ڪري ماضيءَ سان حال جو تعلق جوڙڻ واري مقصد تحت لکيو آهي، جنهن کي سنڌ ۾ پذيرائي ملي آهي.

ڊيمي سائيز جي هن ڪتاب ۾ 495 صفحا آهن. هي ڪتاب زيان پبليڪيشن پاران ڪراچيءَ جي پيڪاڪ پرنٽرس، 2012ع ۾ ڇاپيو آهي، هن ڪتاب جي قيمت 500 روپيا رکي وئي آهي.

**سنڌ ايڊيوڪيشن ٽرسٽ، حيدرآباد/ ڪراچي**: سنڌ ايڊيوڪيشن ٽرسٽ، سال 1975ع ۾ سرونٽس آف سنڌ سوسائٽيءَ جي ڪوششن سان قائم ڪيو ويو. هن ٽرسٽ جو چيئرمئن سنڌ جي عاشق، سنڌي ٻوليءَ جي برک اديب، اسڪالر ۽ سپريم ڪورٽ جي وڪيل سراج الحق ميمڻ کي چونڊيو ويو. سراج صاحب پنهنجي هٿڻون وڙئون خرچ ڪري ٽرسٽ کي ڊسٽرڪٽ رجسٽرار حيدرآباد وٽ رجسٽرڊ ڪرايو، جنهن جو رجسٽريشن نمبر 64 آهي.



سراج صاحب، حيدرآباد ۾، گاڏي کاتي ۾ پنهنجي والدين جي گهر ۾، ٽرسٽ هلائڻ جي اجازت ڏني ۽ ٽرسٽ لاءِ ڏهن لکن روپين جي بنيادي مُوڙي پڻ بئنڪ ۾ سيڙائي، جنهن جي نفعي مان ٽرسٽ جا خرچ پڪا پئي پورا ڪيا ويا. ڪجهه وقت ڪانپوءِ سراج صاحب ٻيا ڏهه لک روپيا پڻ ٽرسٽ جي اڪائونٽ ۾ سيڙايا ته جيئن رٿيل ڪم ڪرڻ ۾ ڪا رنڊڪ نه پوي.

سنڌ ايڊيوڪيشن ٽرسٽ قائم ڪرڻ جا متا ۽ مقصد هيٺيان هئا:

(1) هڪ اهڙو معياري ادارو قائم ڪيو وڃي، جنهن ذريعي سنڌ جي نوجوانن کي جديد دور جي تقاضائن پٽاندڙ انگريزي ۽ ڪمپيوٽر جي تعليم ڏيڻ سان گڏ سنڌي نوجوانن کي ڇاپيٽيءَ جي امتحانن لاءِ تيار ڪيو وڃي.

(2) ٽرسٽ پنهنجي طرفان يا حڪومت سان يا ڪن ٻين ادارن سان گڏيل طور خودمختيار گرئجوئيٽ ۽ پوسٽ گرئجوئيٽ ادارا قائم ڪندو، جن ذريعي بزنيس ائڊمنسٽريشن، مئنيجمينٽ ڪورسن، ماحولياتي اڀياس، ٻهراڙيءَ جي ترقيءَ لاءِ اڀياس گهر قائم ڪرڻ جي ڪوشش ڪندو، انهن ڪورسن کي جديد ۽ اعليٰ معيار جو بڻايو ويندو.

(3) ٽرسٽ پنهنجي طرفان وقت بوقت اسڪول، ڪاليج ۽ يونيورسٽيون قائم ڪرڻ لاءِ ڪوشش ڪندو، جن ۾ سنڌي نوجوانن کي آرٽس ۽ سائنس جي شعبن ۾ ڊپلوما، ماسٽرز ۽ ڊاڪٽريٽ جي ڪورسن سان گڏ عملي سکيا، تربيت ۽ ڄاڻ مهيا ڪئي ويندي.

(4) ٽرسٽ پاران ڪمپيوٽر بابت تعليم ۽ تربيت جا مرڪز قائم ڪيا ويندا، جن مان خاص طور سنڌ ۽ عام طور سڄي ملڪ کي فائدو رسي.

(5) ٽرسٽ پيشه ور سرگرمين لاءِ، جن ۾ فني ۽ هنري تعليم ۽ عام

تعليم جي حوالي سان ڪانفرنسون ڪرڻ شامل آهن. خاص طور تي ڪردار ادا ڪندو.

(6) ٽرسٽ پنهنجي طرفان پنهنجن متن ۽ مقصدن تحت شاگردن جي چونڊ ڪري ڪين اسڪالرشپون، ڊپلوما ۽ سرٽيفڪيٽ ڏئي سندن همت افزائي ڪندو.

(7) ٽرسٽ پنهنجي طرفان هر حوالي سان سنڌ جي نوجوانن جي ڄاڻ ۽ صلاحيت جي واڌاري لاءِ ڪوششون ڪندو.

(8) ٽرسٽ پنهنجي طرفان هڪ اعليٰ قسم جي لائبرري قائم ڪندو، جيڪا اداري ۽ ملڪ جون ضرورتون پوريون ڪندي.

(9) ٽرسٽ، ترقيءَ جي حوالي سان 'پيشه ور صلاحڪاري' قائم ڪندو.

(10) ٽرسٽ سنڌ ۾ تعليم جي واڌاري خاطر ٻين ادارن ۽ تنظيمن سان ساٿ ۽ سهڪار ۾ شامل هوندو ۽ ساڳئي وقت صوبائي، ملڪي ۽ بين الاقوامي ادارن ۽ تنظيمن سان پنهنجن متن ۽ مقصدن تحت سهڪار ڪندو ۽ پڻ حڪومت، حڪومتي ادارن، صنعتن ۽ ٻين اهڙين تنظيمن سان سهڪار ڪندو، جنهن جي ذريعي صوبي ۽ ملڪ لاءِ تحقيق ٿي سگهي.

ٽرسٽ پنهنجون سرگرميون وڏي عرصي تائين جاري رکيون. انهن سرگرمين ۾ نوجوان شاگردن، شاگردياڻين، استادن ۽ انهن آفيسرن لاءِ، جن کي انگريزيءَ جي گهٽ ڄاڻ آهي، سکيا جو پروگرام ڪيترن سالن تائين هلايو. ساڳئي وقت سنڌ ايڊيوڪيشن ٽرسٽ پاران پرائمري استادن لاءِ 'تعليمي سکيا جا ڪورس' هلايا ويا. ان ڪانسواءِ ڪيئي سال ٽرسٽ طرفان هر پندرهين ڏينهن مختلف عالمن- پروفيسر شمس الدين عرساڻي، پروفيسر حيدر علي لغاري، تاج صحرائي، حافظ محمد بخش خاصخيلي، ڊاڪٽر فهميده حسين ۽ ٻين کان ليڪچر ڪرايا ويا ۽ اهي ليڪچر ڇپايا به ويا، جيڪي اڄا تائين ٽرسٽ ۾ موجود آهن.

اڳتي هلي ٽرسٽ پاران سنڌ گريجوئيٽس ائسوسيئيشن حيدرآباد شاخ سان گڏجي هڪ نرسري پرائمري اسڪول پڻ ٽرسٽ جي بلڊنگ ۾ قائم ڪيو ويو.

وڏي عرصي کان هن عمارت ۾ سنڌي ادبي سنگت ۽ ٻين سماجي ڀلائيءَ جي تنظيمن جون گڏجاڻيون پڻ ڪيون وينديون هيون، پر هاڻي سال کن کان اهو غير فعال آهي.

ٽرسٽ پنهنجي طرفان سنڌ جي وڌندڙ تعليمي ضرورتن جي پورائيءَ لاءِ ڪيرئر يونيورسٽيءَ نالي هڪ اعليٰ تعليمي اداري قائم ڪرڻ جو منصوبو پڻ جوڙيو، جنهن تحت ڪيرئر اسڪول جو قيام پڻ رٿيو ويو هو. مٿي ڄاڻايل يونيورسٽيءَ جي منصوبي کي عملي جامو پهرائڻ لاءِ، جن ٻين مهربانن مالي سهڪار ڪيو، تن ۾ محترم اقبال جماڻي، محترم غلام نبي مغل، محترم منير قريشي ۽ محترم منظور قريشي شامل آهن. ان ڪم ۾ دير ٿي آهي، پر اهو اوس ٿيڻو آهي.

ٽرسٽ جا بنيادي ٽرسٽي هيٺيان رهيا آهن:

- محترم سراج الحق ميمڻ (مرحوم) ٽرسٽي چيئرمئن
- محترم محمد ابراهيم جويو، مئنيجنگ ٽرسٽي/ وائيس چيئرمئن
- پروفيسر اعجاز قريشي، ٽرسٽي/ سيڪريٽري
- برڪت علي چوهاڻ، ٽرسٽي/ مالياتي سيڪريٽري
- ڊاڪٽر فهميده حسين، ٽرسٽي
- محترم ايم. ايڇ. پنهور (مرحوم) ٽرسٽي
- ايڊووڪيٽ جهمٽ ڄيٺانند (ٽرسٽي)، ۽
- پروفيسر امير علي قادري (مرحوم) ٽرسٽي

موجوده وقت ۾ ٽرسٽيز هيٺيان آهن:

- محترم محمد ابراهيم جويو (مئنيجنگ ٽرسٽي)
- پروفيسر اعجاز احمد قريشي (ٽرسٽي/ سيڪريٽري)
- ڊاڪٽر فهميده حسين (ٽرسٽي)
- محترم نظير احمد ميمڻ (ٽرسٽي)
- محترم محمد اسلم بلوچ (ٽرسٽي/ خزانچي)
- محترم ارشد سراج (ٽرسٽي)
- محترم انيس رحمان صاحب (ٽرسٽي)
- ڊاڪٽر امجد سراج (ٽرسٽي)، ۽
- ڊاڪٽر يامين ميمڻ (ٽرسٽي)

هن وقت نئين بورڊ آف ٽرسٽيز جي فيصلي مطابق 'سراج انسٽيٽيوٽ آف سنڌ اسٽڊيز' جي نالي سان هڪ ادارو قائم ڪيو پيو وڃي، جنهن جو مقصد سنڌ جي تاريخ، ثقافت، ٻوليءَ وغيره تي تحقيق سان گڏوگڏ مرحوم سراج الحق ميمڻ جي ڪيل سنڌ ۽ سنڌي ٻوليءَ بابت خدمتن ۽ تحريرن بابت تحقيق ڪرائڻ هوندو.

**سنڌ ايڊيوڪيشن فائونڊيشن:** هيءَ هڪ نيم خودمختيار ادارو آهي، جنهن جو قيام 1992ع ڌاري عمل ۾ آيو. هن اداري جي قيام جو مقصد سنڌ ۾ تعليم جو فروغ، تعليمي سهولتون فراهم ڪرڻ ۽ سنڌ جي ڳوٺاڻن علائقن ۾ اسڪول ۽ ٻين تعليمي ادارن قائم ڪرڻ کي هٿي وٺرائڻ هو.




ابتدائي مرحلي ۾ هي ادارو اسڪول/ ادارا قائم ڪرڻ لاءِ گهربل رقم امداد يا قرض جي صورت ۾ ادارن کي فراهم ڪندو هو. بعد ۾ هن ٻين ادارن سان گڏجي حصيدار (Partner) طور اسڪول قائم ڪرڻ، تعليم جي معيار کي يقيني بنائڻ ۽ استادن ۾ فني صلاحيتون اجاگر ڪرڻ لاءِ مؤثر رٿائن کي عمل ۾ آندو.

هن اداري جا نمايان مقصد هيٺيان آهن:

(1) لازمي تعليمي سهولتن جي فراهميءَ لاءِ بهتر ۽ مؤثر قدم کڻڻ.

(2) سنڌ جي گهٽ ترقي يافته يا پوئتي پيل شهرن، ڳوٺن ۽ ٻهراڙين ۾ تعليم جي فروغ لاءِ بهتر اپاءُ وٺڻ.

(3) تعليم جي معيار ۽ خواندگيءَ جي شرح وڌائڻ لاءِ مستحڪم قدم کڻڻ.

(4) بهتر تعليمي نظام جي قيام بابت سڄي صوبي مان تحقيقي سروي ڪرائڻ، تربيتي ورڪشاپ منعقد ڪرڻ ۽ سروي مان اخذ ٿيل نتيجن جي مطالعي بعد مؤثر رٿون جوڙي، انهن تي عمل ڪرڻ/ ڪرائڻ.

(5) غير سرڪاري تنظيمن (NGOs) کي تعليم جي واڌاري لاءِ مالي مدد ڏيڻ وغيره.

هن وقت تائين ايجوڪيشن ائنڊ لٽريسي ڊپارٽمينٽ حڪومت سنڌ جي مالي سهڪار سان هن اداري، سڄي سنڌ ۾ اٽڪل ٻه هزار اسڪول ۽ تعليمي ادارا قائم ڪيا آهن، جن ۾ لڳ ڀڳ ادائي لک ٻار تعليم پرائي رهيا آهن.

سنڌ ايجوڪيشن فاؤنڊيشن ائڪٽ 1992ع هيٺ هيءُ ادارو بورڊ آف گورنرز جي هٿ هيٺ هوندو. بورڊ جو گورنر/سربراهه وزيرِاعليٰ سنڌ ۽ وائيس چيئرمئن صوبائي وزير تعليم هوندو. جڏهن ته سنڌ ايجوڪيشن فاؤنڊيشن جو مئنيجنگ ڊائريڪٽر بورڊ جو جنرل سيڪريٽري هوندو. بورڊ جي ايگزيڪيوٽو ڪميٽيءَ جي ميمبرن ۾ مختلف شعبن سان تعلق رکندڙ سرڪاري ۽ غير سرڪاري آفيسر ۽ سول سوسائٽي جا ماڻهو شامل هوندا آهن.

موجوده وقت ۾ هن اداري جي ايگزيڪيوٽو ڪميٽيءَ جي ميمبرن جا نالا هيٺينءَ ريت آهن:

- پروفيسر انيتا غلام علي (چيئرپرسن، ايگزيڪيوٽو ڪميٽي)
- عزيز قلباڻي (جنرل سيڪريٽري، ايگزيڪيوٽو ڪميٽي)
- جسٽس زاهد قربان علوي (ميمبر)
- واصف رضوي (ميمبر)
- قاضي عارف علي (ميمبر)
- فضل ڪريم ڪتري (ميمبر)
- معصومه جي لوٽيا (ميمبر)
- رفيق آخوند (ميمبر)

هن اداري طرفان ٻارن جي تعليم ۽ تربيت لاءِ هڪ اردو، هڪ سنڌي ۽ ٻه انگريزي رسالا به شايع ڪيا وڃن ٿا، جن جا نالا هيٺينءَ ريت آهن: (1) سجاڳ (سنڌي)، (2) پرورش (اردو)، (3) Nature، (4) Educate.

## سنڌ بار ڪائونسل ڪراچي (Sindh Bar Council Karachi):

Sindh Bar Council

SINDH HIGH COURT KARACHI.




هن بار جو قيام آئين جي سيڪشن 3II ۽ بار ڪائونسل ائڪٽ 1973ع تحت عمل ۾ آيو. هيءُ هڪ اجتماعي ادارو آهي، جيڪو دائمي ۽ لڳاتار عدالتي ڪارروائين جي نگرانيءَ سان گڏ ڪنهن جي به خلاف قانوني ڪارروائي ڪرڻ جو اختيار رکي ٿو.

بار ڪائونسل جي اصطلاح جو مطلب پنجن سالن لاءِ چونڊڻ ذريعي هڪ ڪائونسل تشڪيل ڏيڻ آهي.

سنڌ بار ڪائونسل، هڪ ايڊووڪيٽ جنرل ۽ 38 ميمبرن تي مشتمل آهي. هن بار ڪائونسل جي ميمبرن جو تعداد هن ريت ورهايل آهي: ڪراچيءَ مان 19 ميمبر ۽ سنڌ جي مختلف ضلعن/ شهرن: سکر، نوابشاهه، نوشهري فيروز، خيرپورميرس، گهوٽڪي، عمرڪوٽ، سانگهڙ، ميرپورخاص، شڪارپور، جيڪب آباد، ٺٽي، دادو ۽ بدين مان هڪ هڪ ميمبر، لاڙڪاڻي مان ٻه ۽ حيدرآباد مان ٽي ميمبر شامل آهن.

1973ع جي منظور ڪيل بار ڪائونسل ائڪٽ هيٺ بار ڪائونسل هيٺين ڪارگذارين لاءِ پابند هوندي:

- ڪنهن به عدالتي معاملي ۾ قانوني اصلاح ڪري سڌارا آڻڻ ۽ ان کي فروغ ڏيڻ
- بار ڪائونسل جون وقت تي چونڊون ڪرائڻ
- پاڪستان بار ڪائونسل طرفان ڏنل مختلف مشورن تي غور ڪري عمل ڪرائڻ
- بار ايسوسيئيشن جي ڪارگذاريءَ لاءِ هدايتون جاري ڪرڻ
- بار ڪائونسل جا انتظام هلائڻ
- وڪيلن طرفان عدالت کي گمراهه ڪندڙ ڪيسن جي نشاندهي ڪري اهڙن وڪيلن خلاف ڪارروائي ڪرڻ ۽ انهن لاءِ سزا تجويز ڪرڻ.
- وڪالت جي شعبي ۾ عملي طور شامل ٿيندڙ وڪيلن کي هاءِ ڪورٽ جو لائسنس جاري ڪرڻ کان اڳ مشق ڪرائڻ ۽ انهن جي عملي اصلاح ڪرڻ
- وڪيلن کي سندن قابليت جي آڌار تي داخلا ڏيڻ ۽ ان مقصد هيٺ داخلا لاءِ امتحان وٺڻ
- وڪيلن جي حقن، اظهار جي آزادي ۽ سندن مفادن جو تحفظ ڪرڻ، عدالتن مان شفاف ۽ سستي انصاف جي فراهميءَ لاءِ وڪيلن جي ڪردار کي مؤثر ۽ يقيني بنائڻ وغيره.

مشرف دور ۾ اسٽيل مل جي تنازعي تي سپريم ڪورٽ آف پاڪستان جي چيف جسٽس، جسٽس افتخار محمد چوڌريءَ جي معذوليءَ خلاف ۽ سندس ٻيهر بحاليءَ واري تحريڪ ۾ هن بار جو تمام اهم ڪردار رهيو آهي.

**سنڌ بورڊ آف روينيو:** سنڌ ۾ روينيو نظام تمام پراڻو آهي، جيڪو ڪلهوڙن جي دور کان شروع ٿيو ميرن جي صاحبيءَ ۾ آبپاشيءَ جي حوالي سان کي نوان واهه کوٽايا ويا هئا. پر ڍل اوڳاڙڻ ۽ زمينن بابت ٻيو نظام ساڳيو رهيو. 1843ع ۾ انگريزن سنڌ تي قبضو ڪيو. انتظامي طور مضبوط ٿيڻ کانپوءِ 1856ع کان انگريزن سنڌ جي نئين

روينيو سروي ڪرائي، جنهن کي ڪائونٽر سروي (Counter Survey) چيو ويو. هي ڪم 1863ع ۾ مڪمل ٿيو. نئين سروي موجب ڪچا نقشا (Topo sheets) تيار ڪري، ضلعن ۽ تعلقن جون حدون مقرر ڪيون ويون. 1864ع ۾ روينيو رڪارڊ جي گهڙ رکي ڪم (Original Settlement) جي شروعات ٿي، جنهن ۾ ديهن جون حدون مقرر ڪرڻ ڪانسواءِ سروي




رجسٽريشن ۽ بندين جي تياري به شامل هئي. نئين سروي موجب سڄيءَ ديهه جي زمين کي سروي نمبرن ۽ نمبرن ۾ ورهايو ويو.

1875ع ۾ سروي رڪارڊ کي ٻيهر جاچيو (Revision Settlement) ويو ۽ وڏن سروي نمبرن کي ننڍن سروي نمبرن ۾ ورهايو ويو ۽ انهن سروي نمبرن جا دنگ به نروار ڪيا ويا. اها حدبندي گهڻو ڪري اڄ تائين قائم آهي. سواءِ وقت به وقت ڪجهه ديهن جي، جتي مختلف حڪومتي اختيارن هيٺ مختلف ضلعن جي حدبندين جي ڪري تبديليون ڪيون ويون آهن.

1911ع ۾ حڪومت طرفان لئنڊ رجسٽر تيار ڪرائڻ شروع ڪيا ويا. ساڳيءَ ريت حقن جو رڪارڊ (Record of Rights) پڻ تيار ڪرايو ويو. مالڪيءَ جي رڪارڊ لاءِ فارم ج-الف ٺاهيو ويو. جنهن ۾ زمين جي مالڪ جو نالو ۽ حق جو قسم داخل ڪيو ويو ۽ مالڪيءَ ۾ ڦيرقار کي رڪارڊ تي آڻڻ لاءِ فارم ذ- الف تيار ڪيو ويو.

1880ع ۾ انگريز سرڪار طرفان 'دي بمبئي لئنڊ روينيو ائڪٽ 1879ع' جاري ٿيو. جيڪو سنڌ سان به لاڳو ڪيو ويو ۽ سنڌ ۾ ان وقت جي ٽنهي ڪليڪٽوريٽس يعني ڪراچي، حيدرآباد ۽ شڪارپور ۾ روينيو معاملن کي اڪلائڻ لاءِ اهو ڪوڊ استعمال ٿيڻ لڳو ۽ ون يونٽ کان اڳ تائين اهوئي ڪوڊ لاڳو رهيو.

سن 1955ع ۾ ون يونٽ قائم ڪري، سنڌ، پنجاب، سرحد ۽ بلوچستان کي ملائي 'اولهه پاڪستان' نالي سان هڪ صوبو ٺاهيو ويو. جنهن کي اڳتي هلي اولهه پاڪستان صوبي لاءِ لئنڊ روينيو جو هڪجهڙو قانون جاري ڪرڻو پيو. جيڪو قانون يعني مغربي پاڪستان لئنڊ روينيو ائڪٽ 1968ع جي صورت ۾ سامهون آيو 1969ع ۾ عوامي هلچل جي نتيجي ۾ ون يونٽ ختم ڪري پراڻا صوبا بحال ڪيا ويا. مگر سنڌ سرڪار، مغربي پاڪستان لئنڊ روينيو ائڪٽ کي 'سنڌ لئنڊ روينيو ائڪٽ' جي صورت ۾ ئي اختيار ڪيو موجوده لئنڊ روينيو ائڪٽ گهڻي ڀاڱي 'پنجاب لئنڊ روينيو ائڪٽ 1887ع' تان ورتل آهي، تاهم شروع کان وٺي ڪيترا قلم، جيڪي سنڌ جي معروضي حالتن پٽاندر نه هئا، تن کي سنڌ ۾ لاڳو نه ڪيو. جهڙوڪ پنجاب ۾ رائج سرداري نظام ۽ حقن جي رڪارڊ جو مخصوص سرشتو اهڙيءَ طرح هن ائڪٽ ۾ ان هيٺ جاري ڪيل قاعدن ۾ به سنڌ جي حالتن مطابق وقت به وقت تبديلي ڪئي وئي. اهڙيءَ ريت هي 'لئنڊ روينيو ائڪٽ. 'سنڌ لئنڊ روينيو ائڪٽ 1967ع' جي نالي سان سنڌ ۾ رائج رهيو ۽ اڄ تائين عمل هيٺ آهي.

هن ائڪٽ جا نالا ته تبديل ٿيندا رهيا، پر ڪن ضروري ڳالهين کي برقرار رکڻ ۽ نين ترميمن جي ضرورت کي گهڻ محسوس ڪيو ويو. ايتري تائين جو 'دي سنڌ لئنڊ روينيو ڪوڊ 1879ع' ۾ سرڪاري زمينن جي نيڪال بابت جيڪي قاعدا قانون موجود هئا، سي 'سنڌ لئنڊ روينيو قانون 1967ع' ۾ شامل نه ڪيا ويا ۽ 1879ع وارو ڪوڊ به هن قانون جي اچڻ سان باقي عمل ۾ نه رهيو. نتيجي طور ڪجهه وقت تائين سنڌ جي سرڪاري زمينن جي نيڪاليءَ بابت ڪو به قاعدو قانون موجود نه هو ۽ ان ڳالهه جو ڪنهن به سطح تي نوٽيس نه ورتو ويو. آخرڪار ان مسئلي کي حل ڪرڻ لاءِ 6 ڊسمبر 1969ع ۾ پنجاب صوبي ۾ لاڳو 'ڪالونائيزيشن آف گورنمينٽ لئنڊس ايڪٽ پنجاب-1912ع' کي سنڌ ۾ نافذ ڪيو ويو ۽ هن ائڪٽ جو نالو 'ڪالونائيزيشن آف گورنمينٽ لئنڊس ائڪٽ 1912ع' رکيو ويو.

هن وقت سنڌ جي روينيو رڪارڊ جو سڄو معاملو 'سنڌ لئنڊ روينيو ايڪٽ 1967ع' هيٺ هلايو وڃي ٿو ۽ سرڪاري زمينن کي نيڪال ڪرڻ لاءِ 'ڪالونائيزيشن آف گورنمينٽ لئنڊس ائڪٽ 1912ع' کي ڪتب آندو وڃي ٿو.

سنڌ روينيو کاتو (سنڌ بورڊ آف روينيو) بنيادي طور 1967ع جي ائڪٽ تحت جوڙيو ويو. جنهن کي ون يونٽ ٽٽڻ کانپوءِ 1976ع ۾ 'سنڌ بورڊ آف روينيو' طور ڄاتو ويو.

سنڌ بورڊ آف روينيو 1967ع واري لئنڊ ائڪٽ جو پاسدار کاتو آهي، جيڪو زمينن جي پيداوار، آمدنيءَ جي ٽيڪس (ڍل) کان وٺي زمين جي رڪارڊ ۽ ورهاست ۾ بااختيار حيثيت رکي ٿو ۽ سنڌ حڪومت جي انتظامي زمري ۾ ايندڙ هي کاتو خودمختيار آهي.

سنڌ بورڊ آف روينيو، زمين جي مالڪن جي حق جو محافظ هئڻ سان گڏ زميني تڪرارن جي نبيري ۽ سرڪاري زمين جي ورهاست جا اختيار به رکي ٿو. هي کاتو وقت به وقت پنهنجون ڪورٽون جوڙي زميني تڪرار نبيريندو آهي. ان ڪانسواءِ هن اداري جي جوڙجڪ ۾ به ڪي ڪورٽون شامل آهن. جيڪي اهڙا فيصلا ڪنديون رهن ٿيون.

سنڌ بورڊ آف روينيو جي سيڪريٽريٽ هن وقت شهباز بلڊنگ حيدرآباد ۾ آهي ۽ ڪئمپ آفيس ڪراچيءَ ۾ آهي. جڏهن ته ضلعن ۽ تعلقن کانسواءِ تپن جون الڳ الڳ آفيسون پنهنجي حدن اندر ڪم ڪنديون رهن ٿيون.

هن وقت بورڊ آف روينيو منظم ۽ صحيح انتظامي سرشتي طور ڪم ڪري رهيو آهي، جنهن ۾ ابتدائي هدايتن سان گڏ تپاسن ۽ جاچ لاءِ ريجنل روينيو آفيسر موجود آهن.

ڊويزنل هيڊڪوارٽرن ۾ روينيو جا ڊويزنل آفيسر ڪم ڪن ٿا، جڏهن ته ضلعن ۾ ضلعي آفيسر ڪم ڪن ٿا ۽ انهن جي هٿ هيٺ مختيارڪار آهن. ضلعن توڙي تعلقن جي روينيو آفيسن ۾، گڏيل حصيداري، جمع بندي، اوڳاڙي، بي باقي، حق جا ڪاغذ، موروثي ورهاست/ لکپڙهه، داخل خارج، گهٽ وڌ ڪاتن، فوتي ڪاتن ۽ حد بندين جي سروي ڪئي وڃي ٿي.

سنڌ جي 23 ضلعن جي تعلقن ۾ مختيارڪار مقرر آهن، پر گڏوگڏ ڳوٺ آباد جا 23 مختيارڪار الڳ مقرر آهن. انهن ڪانسواءِ سنڌ جي 121 تعلقن ۽ ننڍن شهرن جون آفيسون مختيارڪارن جي هٿ هيٺ ڪم ڪن ٿيون.

سنڌ جي 10 ضلعن ۾ مختلف سرڪاري ڪاتن طرفان خاص 10 الڳ مختيارڪار ڪم ڪن ٿا. ان ڪانسواءِ 15 ٻيا مختيارڪار ڪارائتي زمين جي اوڳاڙيءَ لاءِ ڪم ڪن ٿا. مختيارڪارن جي ماتحت سپروائيزنگ تپيدار ۽ تپيدار ڪم ڪن ٿا ۽ گڏوگڏ اسسٽنٽ مختيارڪار يعني هيڊ منشي، منشي ۽ سرشتيدار به مختيارڪار جا ٻانهن ٻيلي هوندا آهن.

سنڌ جي 257 سرڪلن ۾ مختلف تپن ۾ 1450 تپيدار ڪم ڪن ٿا، جن جي اختيارن ۾ 5979 ديهون آهن.

سنڌ بورڊ آف روينيو جي سرگرميءَ سان ڪاتي جا عملدار، زميندار، روينيو اڪيڊمي ۽ وڪيل توڙي عوام لاڳاپيل آهي، جنهن جي الڳ الڳ شعبن جون وري الڳ الڳ ڪارڪردگيون ۽ ڪم آهن.

سنڌ بورڊ آف روينيو جي تشڪيل انتظامي هيٺ سان گڏوگڏ اوڳاڙي ڪندڙ به آهي. انگريز دور کان وٺي ڪمشنر کي ان ڪري ڪليڪٽر به چيو ويندو هو، جو اهو انتظامي حوالي سان پنهنجي حدن اندر ٽيڪسن/ ڍل وغيره جي اوڳاڙي به ڪندو هو.

بورڊ آف روينيو جا سمورا ميمبر ڪاتي جا اعليٰ آفيسر هوندا آهن. بورڊ آف روينيو ۾ جيڪي به شاخون اچن ٿيون، انهن جا سربراهه بورڊ آف روينيو جا ميمبر هوندا آهن.

انتظامي حوالي سان سينيئر ميمبر بورڊ آف روينيو سيڪريٽري/ چيف لينڊ ڪمشنر هوندو آهي. ان ڪانسواءِ سيڪريٽري لينڊ ڪميشن، سيڪريٽري روينيو ۽ ايڊيشنل سيڪريٽري ۽ ٻيا آفيسر به هوندا آهن.

سنڌ بورڊ آف روينيو جي شاخن ۾:

- سڌاري/ اصلاح واري ونگ ۽ خاص سيل (Reform Wing and Special Cell -R.S)
- دفتري داخلا، اسٽامپ ۽ اويڪيو پراپرٽي شاخ (Registration, Stamp & Evacuee Property- RS & EP)
- ڳوٺ آباد (Goth abad)
- خاص عدالت پهرين، ٻي ۽ ٽين (Judicial I, II, III)
- زمين جي نيڪاليءَ واري شاخ (Land Utilization Wing- LU)
- معاون ۽ امدادي شعبو (Relief Department)
- سنڌ جي رياستي انتظام جي پيشه ور اڪيڊمي (Sindh Civil Services Academy)
- پلاٽن جي تسلسل ۽ تپاس جي ڊائريڪٽوريٽ (Directorate of Evaluations Inspection)
- صوبائي رڪارڊ وارو سيل (Provincial Record Cell) - شامل آهن.

جڏهن 1970ع کان بورڊ آف روينيو جو هاڻوڪو نظام وجود ۾ آيو آهي، تڏهن کان سنڌ بورڊ آف روينيو جا سينئر ميمبر ترتيبوار هيٺيان رهيا آهن:

- نصرت حسين (1970ع کان 1973ع تائين)
- قطب علي شاهه حسيني (1973ع کان 1979ع تائين)
- عبدالله ڊي. بلوچ (1979ع کان 1982ع تائين)
- علي ڏنو پنهور (1983ع کان نومبر 1983ع تائين: 6 مهينن لاءِ)
- علي محمد جي. شيخ (1984ع کان اپريل 1984ع تائين: ڇئن مهينن لاءِ)
- الهه بخش سومرو (اپريل 1984ع کان ڊسمبر 1984ع تائين: 8 مهينن لاءِ)
- رفيق حسن آغا (1984ع کان 1985ع تائين)
- امير يوسف علي خان (1986ع کان 1987ع تائين)
- عبدالڪريم لوڌي (1987ع کان 1988ع تائين)
- سيد سردار احمد (1988ع کان 1990ع تائين)
- سليم خان (1990ع کان 1994ع تائين)
- جيوڻ خان (1994ع کان 1996ع تائين)
- مرزا قمر بيگ (1996ع کان 1997ع تائين)
- محمد صلاح الدين قريشي (جولاءِ 1997ع کان ڊسمبر 1997ع تائين: ڇهن مهينن لاءِ)
- شيخ نظير احمد (ايڊيشنل چارج: 1997ع کان 1998ع تائين)
- محمد جاويد اشرف حسين (1998ع کان 1999ع تائين)
- منظور حسين پٽو (1999ع کان 2004ع تائين)
- مرزا ڪريم بيگ (2004ع کان 2005ع تائين)
- اعجاز حسين قاضي (ايڊيشنل چارج: فبروري 2005ع کان اپريل 2005ع تائين: ٻن مهينن لاءِ)
- سيد انوار حيدر زيدي (2005ع کان 2008ع تائين)
- اشفاق احمد ميمڻ (2008ع کان 2009ع تائين)
- غلام علي شاهه پاشا (2009ع کان 2011ع تائين)

- شمعون پيروز (2011ع کان 2013ع تائين)
- ملڪ اسرار حسين (اپريل 2013ع کان جولاءِ 2013ع تائين: ٽن مهينن لاءِ)
- شاهد گلزار شيخ (جولاءِ 2013ع کان جاري آهي).

18 ترميم ڪانپوءِ سيلز ٽيڪس ۾ وفاق کان صوبن ڏانهن منتقل ٿيندڙ بيا ٽيڪس وصول ڪندڙ الڳ 'سنڌ روينيو بورڊ' قائم ڪيو ويو آهي.

**سنڌ بئنڪ لميٽڊ:** سنڌ بئنڪ جو قيام پاڪستان پيپلز پارٽيءَ جي حڪومت دوران ڊسمبر 2010ع ڌاري اسٽيٽ بئنڪ جي نوٽيفڪيشن ذريعي عمل ۾ آيو. سنڌ بئنڪ ۾ ڪنزيومر بئنڪنگ کان سواءِ قرض ۽ بچت جون اسڪيمون جاري آهن. هن بئنڪ جي خاص پراڊڪشن ۾ شاگردن لاءِ قرض، زرعي قرض، بينظير زرعي ڪارڊ ۽ ويسٽرن يونين ذريعي رقم جي منتقليءَ جون سهولتون شامل آهن.

سنڌ بئنڪ جون شاخون سنڌ جي سمورن ضلعن سميت ملڪ جي ٻين صوبن: پنجاب، بلوچستان ۽ خيبرپختونخوا ۾ قائم ڪيون ويون آهن. هن وقت ملڪ جي 80 مختلف شهرن ۾ سنڌ بئنڪ جون 160




شاخون قائم آهن، جڏهن ته 40 وڌيڪ شاخن جي کولڻ جو ڪم جاري آهي. سنڌ بئنڪ جو موجوده پريزيڊنٽ/ سي. اي. او محمد بلال شيخ آهي، جڏهن ته چيئرمئن سنڌ جو چيف سيڪريٽري (محمد اعجاز چوڌري) آهي. بئنڪ جي بورڊ آف ڊائريڪٽرس ۾ چيئرمئن ۽ پريزيڊنٽ سميت عارف احمد خان (ايڊيشنل چيف سيڪريٽري)، سهيل احمد راجپوت (سيڪريٽري فنانس)، افضل غني، محمد شاهد مرتضيٰ ۽ محمد نعيم سهگل شامل آهن. جن مان بلال شيخ، سهيل خان، افضل غني، شاهد مرتضيٰ ۽ نعيم سهگل، بئنڪ جي مختلف ڪميٽين: هيومن رسورس ڪميٽي، رسڪ مئنيجمينٽ ڪميٽي، آڊٽ ڪميٽي، آءِ ٽي ڪميٽي ۽ ايگزيڪيوٽو ڪميٽيءَ جا ميمبر آهن.

**سنڌ پبلڪ سروس ڪميشن:** سنڌ پبلڪ سروس ڪميشن جو شمار سنڌ جي اوائلي ادارن ۾ ٿئي ٿو ان جو بنياد پهرين اپريل 1937ع تي بمبئي پريزيڊنسيءَ ۾ پيو ان زماني ۾ هيءَ ڪميشن 'سنڌ- بمبئي پبلڪ سروس ڪميشن' سڏبي هئي. پاڪستان ٺهڻ کان به هفتا اڳ، پهرين آگسٽ 1947ع تي ان گڏيل ڪميشن کي ٽوڙي سنڌ لاءِ الڳ 'سنڌ پبلڪ سروس ڪميشن' قائم ڪئي وئي، جنهن جو پهريون چيئرمئن خانبهادر محمد دائم صديقي مقرر ٿيو. جيڪو بمبئي- سنڌ پبلڪ سروس ڪميشن جو ميمبر پڻ رهيو هو. مسٽر ايچ. بي. هنگوراڻي ۽ ايم. اي. صديقي ان نئين ڪميشن جا ميمبر مقرر ٿيا. ان ڪميشن جو عرصو پهرين آگسٽ 1947ع کان 4 آڪٽوبر 1955ع تائين رهيو. ڇاڪاڻ جو پوءِ ون يونٽ نافذ ٿيو ۽ ان کي 'ويسٽ پاڪستان پبلڪ سروس ڪميشن' ۾ ضم ڪيو ويو. ويسٽ پاڪستان ڪميشن جي هيڊ آفيس لاهور ۾ قائم هئي. ان ڪميشن جو عرصو 1970ع تائين رهيو.




جولاءِ 1970ع ۾ سنڌ پبلڪ سروس ڪميشن ٻيهر اصلي صورت ۾ بحال ٿي. 31 ڊسمبر 1970ع تائين ڪجهه مهينا ڪميشن غير فعال رهي، ڇاڪاڻ جو تڏهوڪو چيئرمئن جسٽس فيروز علي نانا پرڏيهه ويل هو. صوبن جي بحالي ۽ ون يونٽ جي خاتمي بعد ڪميشن کي ويسٽ پاڪستان آرٽيڪل 19 تحت 'سنڌ- بلوچستان پبلڪ سروس ڪميشن' جي گڏيل حيثيت ڏني وئي، جنهن جو چيئرمئن سنڌ مان (جسٽس فيروز علي نانا) ۽ هڪ ميمبر بلوچستان مان مقرر ٿيل هو. جڏهن ته به ميمبر سنڌ مان هئا. ان عرصي دوران به ڪميشن ويسٽ پاڪستان ڪميشن وارن قاعدن ۽ ضابطن (1957) تحت هن ريت ڪم جاري رکيو:

- سنڌ ۽ بلوچستان مان خالي آسامين تي ابتدائي طور اميدوارن جون ڀرتيون ڪرڻ.
- سرڪاري ملازمن جي ترقين جا ڪيس اڪلائڻ.
- ايڊهاڪ ملازمن کي مستقل ڪرڻ بابت فيصلا ڪرڻ.
- روينيو پوليس ۽ ٻين کاتن جي آفيسرن جي پروموشن پاليسي جوڙڻ.
- سرڪاري ملازمن پاران ڪنهن به قاعدي، ضابطي جي ڀڃڪڙيءَ تي 'سروس ٽربيونل' جي حيثيت سان فيصلا ڪرڻ.
- سنڌ ۽ بلوچستان جي سرڪاري ملازمن لاءِ ڊپارٽمينٽل امتحان منعقد ڪرڻ وغيره.

جمهوري حڪومت جي قيام بعد 14 آگسٽ 1973ع تي پاڪستان ۾ جيڪو آئين لاڳو ٿيو، ان تحت هر صوبي کي پنهنجي الڳ پبلڪ سروس ڪميشن جو حق ڏنو ويو. اهڙيءَ طرح 5 ڊسمبر 1973ع تي سنڌ اسيمبليءَ پڻ (1973) SPSC Act ائڪٽ (1973) تحت سنڌ پبلڪ سروس ڪميشن لاءِ هڪ چيئرمئن ۽ ٽي ميمبر مقرر ڪيا. البت ميمبرن جي تعداد ۾ سنڌ حڪومت اضافو پڻ ڪري پئي سگهي.

SPSC ايڪٽ (1973) جي سيڪشن- 6 تحت، 28 مارچ 1974ع تي سنڌ پبلڪ سروس ڪميشن هنن قاعدن ۽ ضابطن تحت ڪم شروع ڪيو.

(1) گريڊ 16 ۽ ان کان مٿي جي آسامين لاءِ سرڪاري کاتن، سول سروس توڙي سرڪار جي هٿ هيٺ ڪم ڪندڙ خودمختيار ادارن ۽ ڪارپوريشنن وغيره لاءِ ڀرتين جو انتظام ڪرڻ.

(2) اميدوارن جي اهليت يا گهربل تعليمي قابليت وغيره بابت حڪومت کي مشورا موڪلڻ.

(3) ڊپارٽمينٽل ۽ لئنگئيج ايگزئمس (ٻوليءَ جا امتحان) منعقد ڪرائڻ.

1977ع واري مارشل لا دوران SPSC ايڪٽ (1973ع) کي بدلائي SPSC آرڊيننس (1978) نافذ ڪيو ويو، جنهن تحت هڪ چيئرمئن ۽ ٽن ميمبرن تي مشتمل ڪميشن کي ڪجهه اضافي ذميواريون به سونپيون ويون، جهڙوڪ:

MLO-55 تحت ايڊهاڪ ملازمن کي مستقل ڪرڻ. NDV ليڪچرارن کي مارشل لا حڪمن تحت مستقل ڪرڻ.

رويو بورڊ ذريعي MLR-114 تحت، ملازمت مان فارغ ڪيل ملازمن جي پٽيشن/ درخواستن جو جائزو وٺڻ.

مارشل لا جي خاتمي بعد SPSC آرڊيننس 1978ع کي SPSC ايڪٽ 1989ع ۾ تبديل ڪيو ويو. ان تحت ڪميشن جي ڪم ڪار ۾ خاص تبديليون ته ڪونه ڪيون ويون، پر چيئرمئن جي مقرريءَ جا اختيار گورنر کان وٺي سنڌ حڪومت کي ڏنا ويا. اهڙيءَ ريت حڪومت 1989ع کان 2001ع تائين چيئرمئن جي مقرريءَ سميت 6 کان 15 ميمبر مقرر ڪيڻ جا اختيار رکيا.

انهيءَ وچ ۾ 12 آڪٽوبر 1999ع تي ملڪ جي چونڊيل حڪومت جو تختو اونڌو ڪيو ويو ۽ جنرل پرويز مشرف انتظام سنڀاليا. ان دوران سنڌ پبلڪ سروس ڪميشن وارا اختيار ٻيهر سنڌ حڪومت کان گورنر کي واپس ڪيا ويا ۽ SPSC جو ترميمي آرڊيننس 8 ڊسمبر 2001ع تي لاڳو ڪيو ويو. ان آرڊيننس تحت ڪميشن جي چيئرمئن ۽ ميمبرن جو مدو 5 سال مقرر ڪيو ويو، جنهن تحت انهن جي توسيع يا ٻيهر مقرري نه ٿيندي ۽ ميمبرن جو تعداد 10 کان مٿي نه هوندو. ان کانسواءِ ڪميشن کي پابند بڻايو ويو ته صوبائي کاتن ۾ آفيسرن جي انضمام يا ڪيڊر بابت حڪومت کي مشورا ڏيندي ۽ جيڪڏهن گورنر اهي مشورا قبول نه ڪندو ته هو ڪميشن کي آگاهه ڪندو.

پهرين مارچ 2002ع تي سنڌ پبلڪ سروس ڪميشن، 'ڪنڊيشنس آف سروس رولز 2002ع' وضع ڪيون، جنهن تحت ڪميشن جي ميمبرن لاءِ برابريءَ وارا قائدا ۽ ضابطا متعارف ڪيا ويا ۽ انهن ۾ چيئرمئن ۽ ميمبرن لاءِ الائونس ۽ ٻيون مراعتون به وضع ٿيل آهن. ان کان سواءِ ڪميشن کي ڪجهه محدود مالي اختيار به ڏنا ويا.

هن وقت تائين سنڌ پبلڪ سروس ڪميشن جا مقرر ٿيل چيئرمئن هن ريت آهن:

**سنڌ- بمبئي پبلڪ سروس ڪميشن:**

(1) سر هگ بي. ڪلئٽن، 01 .4 .1937ع کان 31 .3 .1947ع.

(2) سر جي. اي مدن، 01 .4 .1942ع کان 31 .3 .1947ع.

(3) مسٽر واءِ اي گوڊبول، 01 .4 .1947ع کان 01 .8 .1947ع.

**سنڌ پبلڪ سروس ڪميشن (ٻيو دور):**

(4) خانبهادر دائم صديقي، 01 .8 .1947ع کان 10 .1 .1948ع.

(5) مسٽر ايچ. بي. هنگوراڻي، 11 .1 .1948ع کان 3 .10 .1955ع.

**ويسٽ پاڪستان پبلڪ سروس ڪميشن ۾ ضم ٿيڻ بعد:**

(6) مسٽر ايچ. بي. هنگوراڻي، 01 .11 .1947ع کان 3 .10 .1947ع.

**سنڌ- بلوچستان پبلڪ سروس ڪميشن:**

(7) جسٽس فيروز علي نانا، 24 .12 .1970ع کان 20 .4 .1972ع.

(8) مسٽر جي. ڊي. ميمڻ، 2 .5 .1972ع کان 13 .8 .1973ع.

**سنڌ پبلڪ سروس ڪميشن (ٻيهر اصل حيثيت ۾):**

(9) مسٽر جي. ڊي ميمڻ، 14 .8 .1973ع کان 22 .3 .1974ع.

(10) مسٽر جي. ايم. شيخ، 21 .5 .1974ع کان 5 .10 .1977ع.

(11) جسٽس (ر) قادر نواز اعواڻ، 6 .10 .1977ع کان 26 .7 .1978ع.

(12) مسٽر امداد علي آغا، 7 .8 .1978ع کان 6 .8 .1984ع.

(13) جسٽس (ر) غلام محمد ڪوريجو 12 .8 .1984ع کان 12 .8 .1989ع.

(14) جسٽس (ر) مشتاق علي قاضي، 3 .12 .1989ع کان 2 .12 .1992ع.

(15) محمد راول ورياماڻي، 22 .12 .1992ع کان 31 .7 .1994ع.

(16) انجنيئر منظور احمد قريشي، 1 .8 .1994ع کان 15 .3 .1996ع.

(17) پروفيسر نواب عالم فاروقي، 11 .4 .1996ع کان 12 .6 .1996ع.

(18) مسٽر قاضي عبدالقادر، 12 .6 .1996ع کان 28 .1 .1997ع.

(19) جسٽس (ر) عبدالقادر شيخ، 1 .2 .1997ع کان 28 .1 .1998ع.

(20) مسٽر ايم. ايم. عثماني، 28 .1 .1998ع کان 27 .1 .2003ع.

(21) مسٽر محمد حسن پٽو، 28 .3 .2003ع کان مارچ 2008ع.

(22) مسٽر ايس. اين. عباسي، مئي 2008ع کان نومبر 2010ع.

(23) جسٽس (ر) ارشاد علي شاهه، جنوري 2011ع کان اڄ تائين.

ڪميشن جو چيئرمئن، سنڌ حڪومت جي انتظام هيٺ هلندڙ خودمختيار ادارن ۽ يونيورسٽين جي سليڪشن بورڊن جو ميمبر پڻ هوندو آهي. انهن ادارن ۾ وقت بوقت ٿيندڙ ڀرتين ۽ ترقين واري عمل ۾ رهنمائي ۽ نمائندگي ڪرڻ لاءِ چيئرمئن ڪنهن ميمبر کي پڻ نامزد ڪري سگهي ٿو.

سنڌ پبلڪ سروس ڪميشن ۾ به مکيه شاخون عملي طور سمورين اهم ذميواريون سرانجام ڏين ٿيون: (1) انفارميشن سسٽم برانچ، ۽ (2) اگزئمنيشن برانچ.

اهڙيءَ ريت ڪنٽرولر اگزئمنيشن، ڊائريڪٽر آءِ ٽي، ايڊيشنل ڪنٽرولر، سائيڪلاجسٽ (نفسيات جو ماهر) ۽ ريڪروٽمنٽ سيڪشن جا انچارج مختلف ذميواريون سرانجام ڏين ٿا. هتي پنج ريڪروٽمينٽ سيڪشن قائم آهن، جڏهن ته اڪائونٽس شعبو مالي معاملا سنڀالي ٿو.

**(1) انفارميشن سسٽم برانچ (IS Branch):** ويجهي ماضيءَ ۾ سنڌ پبلڪ سروس ڪميشن ترقيءَ ڏانهن وک وڌائيندي جديد ڪمپيوٽرائزڊ طريقا اختيار ڪيا آهن. ڊائريڪٽر آءِ.ٽي جي مقرريءَ ڪانپوءِ 2003ع ڌاري ڪمپيوٽر ليبارٽري قائم ڪئي وئي ۽ وقت بوقت ٽيڪنيڪل عملو پرتي ڪري ڪميشن جي روزاني ونهوار کي ڪمپيوٽرائيزڊ ڪيو ويو. تازو آءِ.ايس برانچ پاران 'آن لائين ايپليڪيشن فارم' متعارف ڪيو ويو آهي، جنهن تحت ڪو به اميدوار ڪٿان به ويهي مشتهر ٿيل آساميءَ لاءِ درخواست رجسٽر ڪرائي سگهي ٿو جنهن سان وقت ۽ پئسي جي بچت پڻ ٿئي ٿي. ان کان سواءِ ڊائريڪٽر آءِ.ٽي پاران ڪمپيوٽرائزڊ مشين (OMR) ذريعي امتحاني پيپر (MCQ) چڪاسڻ جو بندوبست پڻ ڪيو آهي، جڏهن ته آٽو ايس.ايم.ايس ذريعي اميدوارن کي آگاهي، ڪميشن بابت سوالنامو (Question Bank)، آٽو ڪُئسچن پيپر جنريشن ۽ آن لائن ريپلاءِ سسٽم جي رٿا کان علاوه آن لائين ٽيسٽنگ سروس جهڙي اهم رٿا پڻ غور هيٺ آهي. جنهن جي مدد سان امتحاني عمل وڌيڪ آسان، شفاف ۽ غلطين کان آجو ٿي سگهي ٿو.

هن شعبي پاران انفارميشن ڊيسڪ پڻ قائم ڪئي وئي آهي. انفارميشن سسٽم برانچ جون بيون مکيه ذميواريون هن ريت آهن:

- خالي آسامين جا اشتهار ڏيارڻ.
- آن لائين درخواستون وصول ڪري، انهن جي جانچ پڙتال ڪرڻ.
- ٽيڪنيڪي مسئلن بابت اميدوارن جي رهنمائي ۽ مدد ڪرڻ.
- آئن لائين پورٽل ذريعي لکت ٽيسٽ ۽ انٽرويو لاءِ خط موڪلڻ.
- چونڊيل ۽ رد ٿيل اميدوارن بابت فهرستون تيار ڪرڻ.
- اگزئمنيشن برانچ سميت ڪميشن جي بين شعبن جي معاونت ۽ سهڪار ڪرڻ.
- پرتيءَ واري عمل کي آسان ۽ شفاف بنائڻ.
- آپٽيڪل مارڪ ريڊر (OMR) ذريعي جوابي ڪاپين جي چڪاس ۽ اگزئمنيشن برانچ جي نگرانيءَ ۾ نتيجا تيار ڪرڻ.
- ڪمپيوٽر ٽيڪنالاجيءَ ذريعي نفسيات جي ماهر جي معاونت ڪرڻ.

هن وقت انفارميشن سسٽم برانچ جو سربراهه ۽ ڊائريڪٽر آءِ.ٽي جاويد احمد چاچڙ آهي.

**اگزئمنيشن برانچ (امتحان واري شاخ):** سنڌ پبلڪ سروس ڪميشن ۾ قائم هن اهم شعبي جون ٻه شاخون آهن:

**(1) اگزئمنيشن برانچ- I:** هي شعبو جيئن ته مخفي ۽ حساس نوعيت جو آهي، جنهن جو مکيه ڪم مقابلي/چٽاڀيٽيءَ وارا امتحان منعقد ڪرڻ آهي. هن شاخ تحت سي.سي. ايس يعني صوبائي سول سروس جو امتحان (CCE)؛ چٽاڀيٽيءَ وارو امتحان جهڙوڪ: فاريسٽري ڪورس، ۽ انجنيئرنگ ڪيڊر لاءِ ٽيڪنڊڙ امتحان ۽ ٻيا عام آسامين لاءِ ٽيڪنڊڙ لکت وارا ۽ پيشوراڻا امتحان منعقد ڪرايا ويندا آهن.

**(2) اگزئمنيشن برانچ- II:** هن شاخ جون مکيه ذميواريون هن ريت آهن:

- چيئرمين ۽ ميمبر (اگزئمنيشن) جي منظوريءَ ڪانپوءِ سوالي پيپر تيار ڪندڙ ماهر ۽ ممتحن چونڊڻ.
- سوالي پيپر تيار ڪندڙ ۽ مُمتحن مقرر ڪري، پيپر جي وقت سر تياري، محفوظ ۽ مخفي طريقي سان پهچائڻ بابت خاص هدايتون جاري ڪرڻ.
- امتحان جي مقرر تاريخ تائين سوالي پيپرن جي اداري اندر حفاظت ڪرڻ.
- ميمبر (اگزئمنيشن) جي مشاورت سان ڪو به ٻيو ميمبر مقرر ڪري حتمي سوالي پيپر تيار ڪرڻ.
- امتحان لاءِ تاريخ ۽ شيڊول ڏيئي مختلف امتحاني مرڪز جوڙي ميمبر (اگزئم) جي معرفت چيئرمين کان منظوري وٺڻ.
- ميمبر (اگزئم) جي منظوريءَ سان ميمبر (انوجيليشن)، چيف انوجيليٽر، سپروائيزر، انوجيليٽر ۽ ٻيو عملو مقرر ڪري امتحاني مرڪزن بابت هدايتون جاري ڪرڻ.
- پيپرن جي ورهاست بعد مقرر وقت تي جوابي ڪاپيون وصول ڪرڻ ۽ حفاظت سان مرڪزي آفيس پهچائڻ.
- جوابي ڪاپين جي وقت سر چڪاس ڪرڻ/ لاڳاپيل ماهرن کان ڪرائڻ.
- نتيجا تيار ڪري، اهل اميدوارن کي انٽرويو لاءِ گهرائڻ ۽ ان کان اڳ نتيجن بابت پريس رليز جاري ڪرڻ.
- انٽرويو منعقد ٿيڻ ڪانپوءِ قابل ۽ اهل اميدوارن جا نالا، چيئرمين ۽ ميمبر (اگزئم) جي منظوريءَ بعد لاڳاپيل کاتي ۾ مقرريءَ سفارش ڪرڻ.

مجموعي طور اگزئمنيشن ونگ سموري امتحاني عمل لاءِ ذميواريءَ سان منصوبه بندي ۽ بندوبست ڪندي آهي. ان سموري عمل جي نگراني چيئرمين ۽ ميمبر (اگزئمنيشن) ڪندا آهن. انٽرويو لاءِ ڪميٽيءَ ۾ چيئرمين يا ڪميشن جو ڪو به ميمبر ۽ لاڳاپيل کاتي/ اداري جو هڪ ماهر شامل هوندي آهي.

هن وقت سنڌ پبلڪ سروس ڪميشن جو سيڪريٽري سيد شفيع محمد شاهه، ڪنٽرولر هادي بخش ڪلهوڙو، ايڊيشنل ڪنٽرولر اعجاز حسين جعفري، ڊپٽي ڪنٽرولر جمعا خان چانديو ۽ اسسٽنٽ ڪنٽرولر خدا بخش سومرو آهي.

سنڌ پبلڪ سروس ڪميشن جي هيڊ آفيس ٿڌي سڙڪ حيدرآباد تي واقع آهي، جڏهن ته ڪراچي ۽ سکر ۾ ريجنل آفيسون قائم ڪيل آهن.

هن وقت لاڙڪاڻي ۾ پڻ آفيس قائم ڪري عملو مقرر ڪيو ويو آهي. اميدوارن جي امتحان لاءِ سهولت خاطر حيدرآباد، سکر، لاڙڪاڻي ۽ ڪراچيءَ ۾ امتحان منعقد ڪيا ويندا آهن.

**سنڌ پوليس:** سنڌ پوليس فورس جو بنياد، انگريز دور ۾ سر چارلس نيپئر وڌو. ايسٽ انڊيا ڪمپنيءَ جي ڊائريڪٽرن جي مشوري تي هن اداري جو بنيادي ڍانچو آئرش ڪالونيل پوليس تنظيم جي طرز تي جوڙيو ويو هو. انگريز دور ۾ هيءُ ادارو برطانوي آرمي آفيسرن جي هٿ هيٺ انتهائي منظم، مؤثر ۽ رشوت کان پاڪ اداري جي حيثيت ۾ ڪم ڪندو رهيو. اداري جي انتظامي معاملن لاءِ برطانوي حڪومت پوليس ڪميشن قائم ڪئي، جنهن جو سربراهه ايڇ.ايم ڪورٽ مقرر ٿيو.

1860ع ڌاري پوليس ڪميشن طرفان، اداري جي ڪارگذارين لاءِ هڪ قانون جوڙيو ويو، جنهن جو اهم نقطو هن ريت هو ته: "پوليس جا فرض شهري تحفظ ۽ امن امان قائم ڪرڻ لاءِ هوندا، ان ۾ رياستي ادارن ۽ ماڻهن جو عمل دخل نه هوندو. هن اداري جا اصول ۽ ضابطا فوجي اداري جي اصولن مطابق قائم ڪيا ويندا.




سنڌ اندر موجوده پوليس نظام، مٿئين چارٽر تحت ڪم ڪري رهيو آهي. هي ادارو سنڌ ۾ منشيات فروشي، انساني اغوائن، قتل جي وارداتن، ٽارگيٽ ڪلنگ، دهشتگردي، گروهي ۽ قبيلائي جهيڙن، چورين، ڦرن، ڌاڙن ۽ ٻين سنگين ڏوهن جي خاتمي، امن امان جي صورتحال تي ضابطي آڻڻ ۽ مختلف ڏوهن ۾ ملوث جوابدارن کي قانوني طريقن سان گرفتار ڪرڻ جا اختيار رکي ٿو.

سنڌ پوليس جي هٿ هيٺ هيٺيان مرڪزاچي وڃن ٿا: اسپيشل برانچ، سنڌ ريزرو پوليس، ٽريننگ برانچ، ريسرچ، ڊيولپمينٽ اينڊ انسپيڪشن، ٽيڪنيڪل اينڊ ٽرانسپورٽ، ريپڊ ريسپانس فورس، ڪرائيم انويسٽيگيشن ڊپارٽمينٽ، ڪرائيم برانچ سنڌ ۽ ٽريفڪ پوليس سنڌ.

هن اداري جون مکيه آفيسون سينٽرل پوليس آفيس (CPO) ڪراچي، سکر، لاڙڪاڻي، حيدرآباد ۽ ميرپورخاص ۾ قائم آهن.

موجوده وقت ۾ ڪراچيءَ ۾ وڌندڙ ڏوهن ۽ امن و امان جي خراب صورتحال تي ضابطو آڻڻ لاءِ 'ڪراچي ڪيپيٽل سٽي پوليس' آفيس قائم ڪئي آهي، جيڪا ٽن حدن (Zones) ۾ ورهايل آهي، جيڪي هن ريت آهن:

**(1) ويسٽ زون:** هن ۾ ٽيهه پوليس اسٽيشنون اچي وڃن ٿيون، جن جي حد ۾ سائيٽ ٽائون، نيو ڪراچي ٽائون، نارٿ ناظم آباد ٽائون، گلبرگ ٽائون، لياقت آباد ٽائون، اورنگي ٽائون ۽ بلديه ٽائون جا علائقا اچي وڃن ٿا.

**(2) ايسٽ زون:** هن زون ۾ مجموعي طور 34 پوليس اسٽيشنون شامل آهن، جن جي حد ۾ گلشن ٽائون، شاهه فيصل ٽائون، لانڍي ٽائون، ڪورنگي ٽائون، بن قاسم ٽائون، ملير ٽائون ۽ گڏاپ ٽائون جا علائقا اچي وڃن ٿا.

**(3) ساؤٿ زون:** 32 پوليس اسٽيشنن تي مشتمل هن زون ۾ ڪياماڙي ٽائون، ڪلفٽن، صدر ٽائون، جمشيد ٽائون ۽ لياري ٽائون جا علائقا شامل آهن.

هن وقت ڪراچيءَ جو ايڊيشنل آءِ جي شاهد حيات، ڊي. آءِ جي جاويد اوڍو (ويسٽ/ اولهه)، عبدالخالق (سائوٿ/ ڏکڻ) ۽ منير شيخ (ايسٽ/ اوڀر) شامل آهن.

سنڌ پوليس جي مکيه آفيسرن ۾ عارف حنيف، ڊي. آءِ جي سکر، شرجيل کرل (ڊي. آءِ جي لاڙڪاڻو)، غلام سرور جمالي (ڊي. آءِ جي ڪرائيم برانچ حيدرآباد)، ثناءُالله عباسي (ڊي. آءِ جي اسپيشل برانچ حيدرآباد)، مشتاق مهر (ڊي. آءِ جي هيڊ ڪوارٽرز)، غلام قادر ٿيبو (ايڊيشنل آءِ جي ٽريفڪ)، ذاڪر حسين (ايڊيشنل آءِ جي اسپيشل برانچ) شامل آهن.

سنڌ حڪومت هن اداري کي وڌيڪ مستحڪم بنائڻ لاءِ جديد سهولتن سان پڻ روشناس ڪري رهي آهي. تازو 2010ع ۾ سنڌ پوليس کي 'فون ٽريڪنگ' جي جديد سهولت سان آراسته ڪرڻ جي منظوري ڏني وئي آهي، جنهن ذريعي بروقت ڏوهن تي ضابطو آڻي سگهبو.

**سنڌ جا اسلامي درسگاهه:** سنڌ قديم دور کان علم ۽ ادب جو مرڪز رهي آهي. هتان جا جيد عالم ۽ طبيب عربن جي ڪاهه کان اڳ عرب رياستن ۽ دنيا جي ڪنڊ ڪڙڇ ۾ پنهنجي علم جا جوهر ڏيکاري رهيا هئا. يونان جي بادشاهه سڪندر اعظم 326 ق. م ڌاري سنڌ فتح ڪئي، سندس فوج جڏهن سيوهڻ جي راجا 'ساجبس' کي شڪست ڏئي شهر ۾ داخل ٿي تڏهن ڪيس سنڌ جي عالمن جي هاڪ ٻڌڻ ۾ آئي. تڏهن سڪندر اعظم ڪيترن ئي سنڌي عالمن کي گهرايو، جن کان يوناني عالمن سوال ڪيا. سنڌي عالمن سڪندر اعظم ۽ سندس عالمن کي سندن سوالن جا جواب ڏئي گهڻو متاثر ڪيو. جنهن ڪانپوءِ سنڌي عالمن سڪندر کان سوال ڪيو جنهن جو هو جواب ڏئي نه سگهيو. تاريخ جي مطالعي مان ان ڳالهه جي گواهي ملي ٿي ته هتان جا ماڻهو ضرور ڪن درسگاهن ۾ استادن وٽ علم پرائيندا هوندا، جيئن امام بخاري (المتوفي 256هه/870ع) لکي ٿو ته: "هڪ دفعي حضرت عائشه رضه بيمار ٿي ته سندس علاج لاءِ هڪ سنڌي طبيب گهرايو ويو هو." يحيٰ بن خالد برمڪي جي ڪوشش سان سنڌ جا ويد (ويج)، حڪيم ۽ پنڊت بغداد ۾ گهرايا ويا هئا، اُتي انهن کان مختلف علمن تي ڪم ورتو ويو هو اهڙي ريت پنڊت ماڻڪ کي هارون الرشيد سنڌ مان گهرائي بغداد ۾ سنسڪرت جي ڪتابن جو ترجمو ڪري رکيو هو ان ڪانسواءِ پنڊت نافر جو تصنيف ڪيل فن موسيقي تي مشهور ڪتاب اسپين ٽائين پهتو. پنڊت وديا گهر جو ڪتاب 'ادب الملڪ' جيڪو حڪومتن جي طريقي ۽ هٿيارن متعلق هو. ان ڪتاب جو عربي ۾ ترجمو ابو صلح بن شعيب ڪيو. تاريخ جا اهڙا ڪوڙ سارا مثال جن مان معلوم ٿئي ٿو ته هنن سمورن علمن کي حاصل ڪرڻ لاءِ ڪيئي درسگاهه موجود هئا. جتان سنڌ جا

ڪيترائي مورخ، طبيب، موسيقار علم حاصل ڪري دنيا جي ڪنڊ ڪڙڇ ۾ وڃي پنهنجي علم جي پرچار ڪندا هئا.

سنڌ ۾ اسلامي درسگاهن جو وجود سنڌ تي عرب ڪاهه ڪانپوءِ پيو. جنهن جو ذڪر ڊاڪٽر محمد جمن ٽالپر 'سنڌ جا اسلامي درسگاهه' ۾ هن ريت ڪيو آهي: سنڌ ۾ عربن جي ڪاهه ڪانپوءِ مسجدون ۽ مدرسا قائم ٿيا، مسلمانن پنهنجا نوان شهر آباد ڪيا ۽ گڏيل سماج ۾ اسلام جي پرچار لاءِ (قرآن، فقہ، حديث ۽ ٻين علمن) ڪيترائي معتبر ۽ معزز عالم سنڌ ۾ آيا.

سنڌ ۾ اهو سلسلو نهايت طويل رهيو آهي. تاريخ جي ورقن ۾ ٺٽو پنهنجي عروج واري زماني ۾ علم ۽ فضل جو مرڪز هو، جتي سوَن جي تعداد ۾ ديني مدرسا کوليا ويا هئا. انهن مدرسن مان مخدوم ابو القاسم نقشبندي، مخدوم معين الدين ٺٽوي، مخدوم هاشم ٺٽوي، خواجہ محمد زمان ۽ اهڙا ٻيا ڪيئي عالم پيدا ٿيا جن جون تصنيفون دنيا جي اسلامي مدرسن جي نصاب جو حصو آهن. تاريخ جي مطالعي مان معلوم ٿئي ٿو تہ ڪيترن ئي شهرن ۾ عربن فوجي ڇانوڻيون قائم ڪيون ۽ انهن شهرن ۾ عام مسلمانن ۽ سپاهين جي عبادت لاءِ مسجدون تعمير ڪرايون ويون جن سان مڪتب ۽ مدرسا بہ هوندا هئا ۽ انهن مسجدن جو سلسلو ديبل کان وٺي ملتان تائين پکڙيل هو. اهي درسگاهہ يا مدرسا مسجدن جي حجرن ۾ هوندا هئا. اهڙي ريت سنڌ ۾ پهريون اسلامي درسگاهہ ديبل ۾ قائم ٿيو، جتي بغداد مان ڪيترن وڏن عالمن اچي درس و تدريس جو ڪم سرانجام ڏنو هڪ ٻي روايت موجب، محمد بن قاسم سنڌ ۾ پهرين مسجد نيرون ۾ تعمير ڪرائي ۽ اُتي هڪ مؤذن پڻ رکيائين، جيڪو درس جو ڪم پڻ سرانجام ڏيندو هو.

اسلامي درسگاهن ۾ ان وقت مضمون جي لحاظ سان صرف نحو، فقہ، قرات ۽ تجديد نصاب ۾ شامل هئا. باقي طب، رمل، نجوم، جفر، تصوف، تعبير، حڪمت ۽ فلسفي جا مضمون شاگرد پنهنجي پسند تي پڙهندا هئا. ان ڪانسواءِ تعمير ڪرايل مسجدن ۽ مدرسن ۾ پيش امامن، فقيهن ۽ شاگردن لاءِ بيت المال مان وظيفا پڻ مقرر ٿيل هوندا هئا. اوائلي عربي دور ۾ سنڌ جي اڪثر وڏن ۽ اهم مرڪزي شهرن اندر ڪيترا اسلامي درسگاهہ هئا جن مان رڳو ٺٽي ۾ چار سو درسگاهہ هئا. ان ڪانسواءِ منصوره جيئن تہ اسلامي حڪومت جو تختگاهہ هو انهيءَ شهر ۾ پڻ عربي ماحول ۽ عالمن جي موجود هجڻ ڪري وڏا وڏا مدرسا قائم ٿيا. ان ڪانسواءِ بکر، روهڙي، الور، سيوي، کهڙا، سيوستان، دشت باران، پڪا ڪاتيار، ٻوبڪان، هالاڪنڊي، ڪاڻوٽ جهيجا، انڙپور، ڪپرو، اگهم ڪوٽ، ولهار، بلڙي، ڪڪرالو مٽياري، سونڊا، لاهري، پريالو وغيره ۾ پڻ ڪيترائي مدرسا کوليا ويا. عرب دور جي ڪجهہ اسلامي درسگاهن جو احوال هن ريت آهي:

**شيخ صفي الدين ڪبير گاذروني جو مدرسو:** ان دور ۾ اُچ بہ سنڌ جي سرزمين ۾ شامل هو. شيخ صفي الدين ڪبير گاذروني جواچ ۾ هڪ وڏو مدرسو هو جنهن مان ڪيترائي مشائق طالب فيض پرائي نڪتا.

**شيخ علاءُ الدين ملتاني جو مدرسو:** شيخ علاءُ الدين ملتان جو رهاڪو هو ۽ ملتان ۾ ئي پنهنجي قائم ڪيل مدرسي ۾ درس و تدريس جو سلسلو جاري رکيائين.

**شيخ عماد الدين جو مدرسو:** هي مدرسو اُن وقت سنڌ جي حدن ۾ شامل ملتان ۾ هو. شيخ عمادالدين، شيخ بهاءُالدين زڪريا ملتانيءَ جي اولاد مان هو. شيخ عمادالدين جي درسگاهہ مان اُن دؤر ۾ ڪيترائي شاگرد فارغ التحصيل ٿي نڪتا.

**شيخ رڪن الدين جو درسگاهہ:** سندس اصل نالو شيخ صدرالدين هو. هن 52 سال پنهنجي گهر ڪي درسگاهہ بڻائي شاگردن کي علم سان نوازيو انهيءَ ڪانپوءِ سندس فرزندن مدرسي ۾ درس و تدريس جو سلسلو جاري رکيو. جنهن مان ڪيترائي شاگرد فارغ التحصيل ٿي نڪتا.

**مخدوم حسام الدين جو مدرسو:** مخدوم حسام الدين وقت جي وڏن عالمن مان هو. مير عبدالقادر 'حديقة الاولياء' ۾ لکيو آهي تہ: "سندس وقت گهڻو ڪري عبادت، طالبن کي پڙهائڻ ۽ فيض ڏيڻ ۾ گذرندو هو. هن پنهنجو مدرسو خانقاهہ ۾ قائم ڪيو.

**سومرن جو دؤر:** عربن ڪانپوءِ سومرن جي تعمير ڪيل شهرن چناني ۽ محمد طور ۾ سهروردي، بخاري ۽ جيلاني بزرگ رهندا هئا. جن جي درسگاهن جو بہ وڏو ڪردار هو. مسجدن لاءِ فقيهہ امامت ڪرڻ لاءِ مقرر ڪيا ويا، جيئن فقہ حنفي کان مسلمان واقف رهن. اهڙن عالمن لاءِ 'صدر الصدور' (وڏو قاضي) سفارش ڪندو هو ۽ شهرن جا قاضي علمي ادارن جي صدارت ڪندا هئا. عالمن کي هر طرح جي ديني آزادي مليل هئي. فقط سياست ۾ حصي وٺڻ جي ڪين اجازت ڪون هئي. ان ڪانسواءِ مفلس شاگردن جي رهائش، کاڌي پيتي ۽ ڪپڙي لٽي جا بار حڪومت برداشت ڪندي هئي. سومرن جي دؤر ۾ 'بکر' جو شهر علم جو وڏو مرڪز هو. وڏا وڏا جيد عالم ۽ فقيهہ هن شهر ۾ رهندا هئا. بکر جو پهريون اسلامي درسگاهہ سيد محمد مڪي جي ڪري وجود ۾ آيو. هن مشرڪاڻہ حرڪتن ۽ بدعتن کي ختم ڪري، بکر ۾ مدرسو قائم ڪري ديني تعليم کي جاري رکيو. قاضي صدرالدين پڻ درس و تدريس جو عمل جاري رکيو ان ڪانپوءِ سومرن جي دور جي اسلامي درسگاهن جو احوال هن ريت آهي:

**سيد احمد بخاري بکري جو درسگاهہ:** هن سيد پنهنجي والد جلال الدين حسين جي قائم ڪيل درسگاهہ ۾ درس ڏنو. جنهن مان ڪيترائي شاگرد فيضياب ٿيا. جنهن ڪانپوءِ هن درسگاهہ جو نالو پڻ سندس پويان سڏجڻ لڳو هن سيد اُچ ۾ پڻ مدرسو کوليو ۽ پاڻ عمر جي آخري حصي ۾ اُتي تعليم ڏنائين.

**شيخ نوح بکريءَ جو مدرسو:** حضرت نوح بکري، سنڌ جو هڪ وڏو عالم ٿي گذريو آهي. پاڻ فرشتہ يعني پراڻي بکر ۾ رهندو هو ۽ اُتي ئي مدرسي جو بنياد وڌائين. جنهن کي پوءِ سندس اولاد سنڀاليو.

**مولانا صدرالدين بکريءَ جو درسگاهہ:** مولانا صدرالدين حنفي، عالمانا درجو رکندڙ عالمن ۾ شمار ٿيندو هو. هن بکر ۾ پنهنجي خانقاهہ ۾ اسلامي درسگاهہ قائم ڪيو جتي پاڻ اسلامي علمن جو درس ڏيندو هو.

**مولانا ظهيرالدين بکريءَ جو مدرسو:** مولانا ظهيرالدين، سلطان غياث الدين تغلق جو خاص درباري ۽ محرم راز هو. هن پهريائين بکر پوءِ دهليءَ ۾ درسگاهہ قائم ڪيو جتان علامہ شمس الدين يحيٰ ۽ علامہ صدرالدين جهڙن شاگردن ديني تعليم حاصل ڪئي.

سومرن جي دور ۾ بکر کانپوءِ سيوهڻ جو قديم شهر پڻ علم ۽ عرفان جو مرڪز ۽ اسلامي تهذيب ۽ تمدن جو گهوارو هو. ان وقت سيوهڻ جو مدرسو اسلامي دنيا ۾ 'فهاءِ الاسلام' جي لقب سان مشهور هو. هتي ان دور ۾ اسڪندريہ (مصر) جا شاگرد بہ تعليم وٺڻ ايندا هئا. ان کانسواءِ سيوهڻ ۾ مشهور مدرس قاضي ڏنو رهندو هو. جنهن جي مدرسي ۾ مير معصوم بکري جهڙا شاگرد پڻ پڙهيا. سيوهڻ کانپوءِ سنڌ جو ٽيون وڏو شهر اگهم ڪوٽ، جيڪو نيرون ڪوٽ کان ٽيهن ميلن جي مفاصلي تي ڏکڻ اوڀر طرف ٽنڊو غلام علي روڊ تي آهي. هن کي اگهيماڻي بہ ڪري سڏيندا آهن. سومرن جي زماني ۾ هن شهر ۾ وڏو علمي مدرسو هو جنهن ۾ اٽڪل پنج سو کن شاگرد قرآن شريف ۽ ٻين ديني علمن جو درس وٺندا هئا. هن مدرسي جي شاگردن جي رهائش کاڌ خوراڪ ۽ ڪپڙي لٽي جو بار سومرا ميان دائود، ميان حمل ۽ ميان اسماعيل برداشت ڪندا هئا. ان کانسواءِ هيٺيان مدرسا پڻ ان وقت عروج تي هئا:

(1) مخدوم نور الله جو مدرسو.

(2) مخدوم عبدالله جو مدرسو

(3) مخدوم فاضل شاهہ جو مدرسو

**سمن، ارغونن ۽ ترخانن جي دور ۾ اسلامي درسگاهہ:** سومرن کانپوءِ سمن حاڪمن سنڌ جي سرزمين تي حڪومت ڪئي. ان دور ۾ سرزمين سنڌ جا جهونا شهر عرب جي علمي مرڪزن، جهڙوڪ: بغداد، دمشق ۽ ڪوفي جا هم پلہ هئا. انهيءَ دور ۾ سيوهڻ، بکر، ٺٽو-دربيلو تلٽي، ڳاهو، ٻبرلوءِ، هالا ڪنڊي، نصرپور، اگهم ڪوٽ ۽ ٻيا شهر اسلامي مدرسن ۽ درسگاهن سان پرپور هئا. انهن ۾ اسلامي علوم ۽ فنون جهڙوڪ: حديث، فقہ، تفسير، قرئت علم معاني وغيره جو درس ڏنو ويندو هو. سنڌ جي سمن حاڪمن جي علم پروري ڪري ڪيترائي عرب ڪهي اچي سنڌ ۾ سڪونت پذير ٿيا. سما دور جو حاڪم جام نظام الدين وڏو علم دولت ۽ عالمن جو سرپرست هو ۽ وٽس چڱو ڪتب خانو موجود هو. ان کانپوءِ جام فيروز پنهنجي دور حڪومت ۾ ڪيترين ئي مسجدون ۽ مدرسا ٺهرايا.سمن کان پوءِ سنڌ ۾ ارغونن جو راڄ قائم ٿيو هن دور ۾ ڪن خاص درسگاهن/مدرسن جو ذڪر نہ ٿو ملي. البتہ مرزا شاهہ بيگ، قنڌار واري زماني ۾ علم نحو جي ڪتاب 'ڪافيہ' جي شرح، عقائد نفسي، مطالع منطق جي شرح ۽ ٻيا ڪيترائي ڪتاب تصنيف ڪيا ۽ مهدي جونپوري سان علمائن جي روبرو قنڌار ۾ بحث ڪيو هئائين.

ارغونن ۽ ترخانن جي ڏينهن ۾ سنڌ جا ٻہ تختگاهہ ٺٽو ۽ بکر علمي لحاظ سان 'ارض-معموره' سڏجڻ لڳا. ٻنهي گهراڻن جا ترڪستان ۽ ايران سان تعلقات هئا. تنهن ڪري گهڻن ئي بزرگن اهل قلم ۽ عالمن سنڌ ۾ سڪونت اختيار ڪئي. ان وقت حڪومت جي ٻولي فارسي هئي، تنهنڪري اُن ٻوليءَ زور ورتو مورخ ۽ عالم ۽ شاعر فارسيءَ ۾ طبع آزمائي ڪرڻ لڳا. ان دور جي ڪجهہ مدرسن ۽ عالمن جو احوال هن ريت آهي:

**بيبي جمال خاتون سيوستانيءَ جو درسگاهہ:** هي درسگاهہ بيبي جي گهر ۾ قائم هو جتي بيبي درس و تدريس جو ڪم ڪندي هئي. هي بيبي مشهور عارف ميان مير سنڌيءَ جي ڀيڻ هئي. هن تعليم، تصوف ۽ تجريد جي راهہ رسم پنهنجي والده ۽ سڳي ڀاءُ کان حاصل ڪئي.

**پٽين جي جامع مسجد جو مدرسو:** هي درسگاهہ پڻ هالا ڪنڊي ۾ هو. هن درسگاهہ کي مخدوم اسحاق (جيڪو شيخ بهاءُ الدين زڪريا جو مريد هو) جامع مسجد ۾ قائم ڪيو جتي هو قرآن، حديث ۽ فقہ جي تعليم ڏيندو هو. هن درسگاهہ مان پڻ ڪيترائي بزرگ درس پرائي ويا.

**سيد ملوڪ شاهہ جو مدرسو:** هن سيد پنهنجي خانقاهہ ۾ ئي مدرسو قائم ڪيو هي سيد قاضي سدو جو مريد هو. 924هہ/1518ع ۾ هن ٺٽي ۾ وفات ڪئي.

**سيد يعقوب ۽ سيد اسحاق جو درسگاهہ:** سيد يعقوب ۽ سيد اسحاق ٻئي بزرگ، جام نظام الدين جي دور ۾ مشهد کان ٺٽي اچي رهائش پذير ٿيا. جتي هنن پنهنجو درسگاهہ قائم ڪري اسلام جي تبليغ ڪئي.

**شيخ حماد جو درسگاهہ:** شيخ حماد بن شيخ رشيد الدين جمالي اُچ جي مشهور درويش شيخ جمال جو ڏوهٽو هو ۽ ساموئي جي دامن ۾ جتي هاڻي دفن ٿيل آهي، اُتي ئي خانقاهہ هيس، سدائين منهن تي برقعو وجهي حجري ۾ طالبن جي جماعت کي گفتگو ۽ ڪشف جي ذريعي ظاهري خواهہ باطني تعليم ڏيندو هو.

**شيخ شهاب الدين سهروردي پاٽائيءَ جو درسگاهہ:** هي بزرگ سيوهڻ، پاٽ ۽ برهانپور جي صديقي خاندان جو وڏو هو. جنهن پهريائين پاٽ جو شهر آباد ڪرايو جنهن کي 'قبہ الاسلام' ڪري سڏيندا هئا. هن جي درسگاهہ مان هند-سنڌ جي ڪيترن ئي شاگردن فيض پرايو.

**قاضي محمد جو درسگاهہ:** قاضي محمد، جام بايزيد جي ڏينهن ۾ ٺٽي ۾ عالم ۽ مدرس ٿي گذريو آهي. هن ٺٽي ۾ وڏو ديني مدرسو ٺهرايو. جنهن ۾ هو ديني توڙي دنياوي تعليم ڏيندو هو.

**ڳوٺ مراد اوٺي جو درسگاهہ:** هي درسگاهہ سيد محمد ۽ احمد، جام صلاح الدين تماچي جي دور ۾ مراد اوٺي جي ڳوٺ ۾ تعمير ڪرايو. جنهن مان شيخ عيسيٰ ۽ قاضي نعمت الله عباسي جهڙن عالمن پڻ تعليم حاصل ڪئي.

**مخدوم بلاول جو تلٽيءَ ۾ عظيم درسگاهہ:** ان دور ۾ تلٽيءَ ۾ هي درسگاهہ ظاهري علم جي پالوٽ سان گڏ روحاني فيض جو مرڪز هو

هن درسگاهه مان ڪيترائي نالي وارا بزرگ جن ۾ مخدوم عربي ڏياٽي، مخدوم اسحاق، شيخ پرڪيو ڪاتيار، مخدوم عبدالرشيد، درويش جرڪس، قاضي ڏتي ۽ ٻين ڪيترن ئي مهذب ماڻهن هن درسگاهه مان فيض پرايو.

**مخدوم عبدالڪريم ميران جو درسگاهه:** هي درسگاهه سنڌ جي علمي مرڪز ٻوبڪ ۾ هو. اهو شهر دادو ضلعي ۾ سيوهڻ ڪان اولهه پاسي اٺ ميل ڪن پري آهي. هن درسگاهه مان شيخ يوسف پاٽائي سنڌي، محمد عثمان ٻوبڪائي، طاهر محدث سنڌي ۽ هندستان جي ڪيترن طالب علمن فيض پرايو. مخدوم عبدالڪريم ميران جي ئني وڃڻ ڪانپوءِ سندس فرزند علامہ مخدوم محمد جعفر هن درسگاهه کي سنڀاليو. ان دور ۾ هي اسلامي درسگاهه سنڌ جو مشهور درسگاهه هو. هن مدرسي ڪانسواءِ ارغونن جي دور ۾ ڪاهان ۾ مخدوم محمد فرخ پوٽي جو قديم مدرسو پڻ هو. جنهن ۾ مخدوم محمد خاص طور تي اسلاميات پڙهائڻ جو ڪم ڪندو هو. قاضي عبدالله درٻيلوي هن مدرسي جو شاگرد رهيو.

**مخدوم عربي ڏياٽي جو درسگاهه:** هي درسگاهه هالا ڪندي ۾ قائم هو. هن درسگاهه ۾ مخدوم عربي ڏياٽو جيڪو وڏو عارف، عالم ۽ باڪمال شخص هو. جنهن هي درسگاهه پنهنجي خانقا ۾ قائم ڪيو هن درسگاهه ۾ مخدوم نوح رح جهڙن شاگردن درس پرايو.

**سنڌ جا پير ۽ برطانوي راڄ** (ڪتاب): هي ڪتاب مشهور برطانوي اسڪالر ۽ لنڊن يونيورسٽيءَ جي پروفيسر، ريڊر ۽ تاريخ جي شعبي جي سربراهه، ڊاڪٽر ساره ڊي. ايف. انصاريءَ جي انگريزي ڪتاب 'Sufi Saints & State Power: The Pirs of Sindh, 1843-1947' جو سنڌي ترجمو آهي، اهو ترجمو حسين بادشاهه سومري ڪيو آهي.

هي ڪتاب ڇهن بابن ۾ ورهايل آهي. باب پهريون: 'سنڌ ۽ سنڌ جا پير 1833ع تائين' ۾: سنڌ ڌرتي ۽ رهواسي، مسلمانن جي سنڌ ۾ اچڻ جا ابتدائي 500 ورهيه، صوفي ۽ سنڌ ۾ مذهب جي تاريخ، پير صاحب ٽياڪڙ طور ۽ پيرن جو حاڪمن ۽ رعيت وچ ۾ ٽياڪڙيءَ واري عنوانن تي مشتمل آهي. باب ٻيو (1843ع ڪان پوءِ مڙهيل نظام ۽ سياسي نگرانيءَ جي جوڙجڪ) ۾ باقاعدي نظام جي جوڙجڪ، نئين نظام تي عمل، لاڳاپا




جوڙيندڙ نظام ۽ نظام هلائڻ ۽ پير صاحب جو برطانوي راڄ مان نفعي لاءِ جاکوڙڻ- عنوانن تي مشتمل آهي. باب ٽيون: حڪومتي نظام تي دٻاءُ: پير پاڳارو ۽ 1890ع واري حر هلچل ۾ خطرو، ڏکيائين جا ڪارڻ، نظام جي ڪاميابي، باب چوٿون: (حڪومتي نظام تي دٻاءُ خلافت تحريڪ 1910ع ڪان 1924ع تائين)، جنهن ۾: پيرن جو وسيع اسلامي دائري ۾ شامل ٿيڻ، خلافت تحريڪ ۾ پير صاحبن جو ٽياڪڙيءَ وارو ڪردار ۽ انگريزن کي جواب ۽ حڪومتي نظام چرپر ۾- عنوان شامل آهن. باب پنجين (حڪومت جي وڏيڪ ڳتيل سياسي نظام، راڄ هيٺ پير ۽ سنڌن سياست: 1900ع ڪان 1947ع تائين) ۾: پيرن جو سياسي ارتقا ۾ مثبت ڪردار، پير صاحب ۽ سياسي ميدان ۾ 1937ع تائين واڌ، جماعتن جي سياست، پير تراب علي شاهه جو وڏيڪ چتاءُ، پير صاحب ۽ سياسي ميدان ۾ ڦهلاءُ ۽ آل انڊيا مسلم ليگ جي سياست- عنوان شامل آهن. باب ڇهين (آخري جوکو، پير پاڳارو- ٻيو پيرو) ۾ خطري جو ٻيهر نروار ٿيڻ، نظام ۾ ڏار، طاقت جو واهپو: زور آزمائي- عنوان شامل آهن. جنهن بعد پڄاڻي ۽ نتيجو ڏنو ويو آهي.

ڊيمي سائيز جي 222 صفحن تي مشتمل هي ڪتاب روشني پبليڪيشن ڪنڊياري پاران 2008ع ۾ ڇپجي پڌرو ٿيو ۽ ان جي قيمت 150 روپيا آهي.

**سنڌ جا زيور:** سنڌ ۾ زيور پائڻ جو رواج ايترو قديم آهي، جيتري سنڌو ماٿري جي تهذيب ۽ تمدن. ماهرن مطابق سنڌ ۾ زيور پائڻ وارو سلسلو پراڻي پٿر واري زماني، لوهه ڪنجهيءَ ۽ ڪانسيءَ واري زماني کان جاري ويو آهي. اهڙيون شهادتون ۽ ثبوت ڪوٽڏيجي، ڪوٽ آمري، موهن جي دڙي، چانهون جي دڙي، جُهڪر جي دڙي، ڪُلي، ميهي، پنيور، رويا ماڙي، ڪونجسر، اگهاماڻي، ڪرهيو ياندراي، برهمڻ آباد، هڙاپا،



منصوره، مهرگڙهه، نوشهره ۽ مختلف قديم ماڳن مڪانن جي آثارن، دڙن جي کوٽائي ذريعي ظاهر ٿيون آهن. ويجهي ماضيءَ ۾ هندستان ۾ اُتر پرديش جي ضلعي مظفرنگڙهه کان 93 ميلن جي مفاصلي تي ڳوٺ مَندي (Mandi) جي ماڻهن وٽان پڻ اهڙا سونا زيور هٿ آيا آهن جن بابت ماهرن جو خيال آهي ته اهي زيور 2600-1900 ق.م پراڻا آهن، جن جو تعلق سنڌو ماٿري جي تهذيب سان ٻڌايو ويو آهي. جنهن مان ثابت ٿئي ٿو ته سنڌ جي تهذيب جا مالڪ نه صرف زيور پائڻ جو شوق رکندڙ هئا بلڪ زيور ناهڻ ۾ مهارت پڻ رکندا هئا. زيور ناهڻ ۽ پائڻ جو اهو تسلسل موجوده زماني تائين ڪن معمولي تبديلين سان هن وقت به رائج آهي. کوٽائيءَ وسيلي جيڪي زيور مليا آهن، انهن ۾ عورتن ۽

مردن جا زيور آهن ۽ عورتاڻي جسم جي هر عضوي جا زيور شامل آهن. جن ۾: ڳچيءَ، مٿي، هٿن، پيرن، ڪن، نڪ، چيلهه وغيره جا زيور مختلف ۽ قسمين قسمين ڊول ۽ ڊزائين، نقش ۽ چٽن تي مشتمل آهن. هر زيور جي گھاڙيٽي، بناوٽ، بيهڪ جو نمونو، ماپ ۽ طور، ڊيگھه ۽ ويڪر هڪ ٻئي کان نرالي ۽ خوبصورت آهي. اهي زيور مختلف ڌاتن سون، چاندي، ٽامي، ڪوڏن ۽ ڪوڏين، موتين، قيمتي پٿرن سميت عاج، مٽي، ڪاشيءَ ۽ چيني جي چوڙين ۽ مٽڪن وغيره جا نهيل آهن.

سنڌو ماٿريءَ جي سڀ کان قديم دڙي آمريءَ ۽ گاجي شاهه ضلعي دادو جي دڙن جي کوٽائي دوران مٽيءَ جا زيور لڌا ويا آهن. ان ڪانسواءِ گاجي شاهه مان ٽامي جي سنهي سَر-پٽي ملي ۾ آهي، جا اصل ۾ سر-جند جو هڪ حصو آهي. اها ڊيگھه ۾ "1.64 انچ ۽ "0.35 انچ ويڪر ۾ آهي. اهڙي قسم جا ٻيا سر-بند موهن جي دڙي، چانهوءَ جي دڙي ۽ جُهڪر جي دڙي مان پڻ مليا آهن. موهن جي دڙي جي کوٽائيءَ مان ڪيترن ئي قسمن جا ڳچيءَ جا هار' مليا آهن. انهن ۾ به هار سائي ۽ گلابي رنگ مائل آهن. سائي رنگ جو هار سون جي مٽين جي سَرن مان نهيل آهي. هن هار جو هر



مٽيو "0.9 انچ ڊگھو، وچ "0.045 انچ قطر ۾ ٿلهو ۽ چيڙا "0.25 انچ جا هئا. هر هڪ مٽيو ٿالهي جي نموني وچ ۾ سون جي پٽرن سان نهيل ۽ پنج پنج مٽيا پوتل هئس. سون جي هر مٽيي جي ماپ "0.04 انچ جي هئي. هن قسم جو هار معمولي تبديلي سان اڄ به سنڌ ۾ ڪتب آندو وڃي ٿو. گلابي رنگ جو ٻيو هار، گلابي موتين سان پوتل آهي، جيڪو بيضوي شڪل جو آهي. جنهن جي هر هڪ موتي جي ڊيگھه "0.85 انچ ۽ ويڪر "0.4 انچ قطر آهي. هن هار ۾ گلابي رنگ جي هر موتيءَ ڪانپوءِ، ڪنجهي جا ڇهه ڇهه موتي پيل آهن. اهڙيءَ طرح انچ ڇهه پترو سونو هار، تعويذ (ٽائيٽ)، گلوبند، گلي-پٽا پڻ مليا آهن. انهن زيورن ڪانسواءِ ڪنجهي ۽ ٽامي مان نهيل چوڙيون، ٻانهيون، ٻانهن-رکيون، ٻازو بند ۽ مورتيون به مليون آهن، جيڪي مٽي ۽ پٿر مان نهيل آهن، جن کي زيور پاتل ڏيکاريو ويو آهي. سنڌ جي مختلف تاريخي دڙن مان چاندي ۽ ڪنجهي جا نهيل ڪنن جا زيور جهڙوڪ: پنڙا، ڪوڪا، جهومڪ لوٽا ۽ کيوٽيون وغيره پڻ لڌيون ويون آهن. اهي مختلف ڊول ۽ ڊزائين تي ٻڌل ڪي ٽه-پاساٿان، ڪي نبات نموني جا (Cone) ته ڪي وري چورس نهيل آهن. موهن جي دڙي مان چانديءَ جي منڊي به هٿ آئي آهي، جنهن تي واڏو جو نشان ڏنل آهي، جنهن کي اڄڪلهه کيرو-ول چئبو آهي. اهڙيءَ طرح ڪنجهي ۽ ڪانسيءَ مان نهيل منڊيون پڻ مليون آهن.

سڀ کان دلچسپ زيور ٽائيٽ (تعويذ) آهي ۽ ايئن ٿو لڳي ته ڄڻ قديم تهذيب ۾ به موجوده زماني وانگر سنڌ ۾ ٽائيٽ پائڻ جو رواج تمام گھڻو هوندو هو. جيتوڻيڪ اُن زماني جي سونارن جي ڪاريگريءَ جي تصديق لاءِ ڏار ڏار نمونن ۽ گھاڙيٽن وارا هار مضبوط دليل آهن. انهن مان ڪي ٽائيٽ دلچسپ مطالعي لاءِ ڏيان ڇڪائين ٿا. انهن مان ڪي پکين، جانورن، جانداري، گلن ۽ ٻوٽن جي شڪلين ۽ صورتن تي ناهيا ويا آهن. انهن مان هڪ ٽائيٽ ڪيرٿرواري حصي ۾ ملندڙ جانور سرهُ (Ibex) جي شڪل تي ناهيو ويو آهي. هڪ ٽائيٽ اهڙو به هٿ آيو آهي، جيڪو ڪوڏ مان نهيل آهي ۽ واڳوءَ جي شڪل جهڙو آهي. هڪ ٽه- پاسائون ٽائيٽ پرزم (Prism) جي شڪل جو آهي، جنهن جي هڪ پاسي تي هاٿي، گٽيش (ديوتا) هرڻ ۽ شڪاريءَ جي شڪل نهيل آهي ٽئين پاسي تي جانورن جون شڪليون نڪتل آهن. اهڙيءَ طرح پولڙي، ڊگھي ۽ سهي جي شڪلين جا ٽائيٽ به هٿ آيا آهن. چانهوءَ جي دڙي مان پڻ مٽي مان نهيل تعويذ هٿ ڪيا ويا آهن. انهن مان هڪ تي ٻن هرڻن جون شڪليون اڪريل آهن. ٻئي تعويذ تي ڪنول گُل جي ميوي يعني 'ڪُرُ' جي شِڪل ڪڍيل آهي، ان تعويذ تي رسيءَ جي گنڍ (سرڪ ساهي/ Reef-Knot) جي تصوير جا نشان نهيل آهن. اهي تعويذ ٽڪندن ۽ گول شڪل جا آهن. هن دڙي جي کوٽائي مان ڪنن جا ڪوڪا پڻ ملن ٿا، جيڪي پڻ ڪنول گل نما نهيل آهن. اهڙي نموني سان قميصن جا ٻيڙا (Buttons) پڻ لڌا ويا آهن. جيڪي رٿ جي چڪر يا ڦيٿي (Chariot-Wheel) ۽ مختلف ڊول ۽ ڊزائينن ۾ آهن. موهن جي دڙي مان ناچڻيءَ جي مورتي ملي آهي، جنهن ۾ ڪيترائي زيور پاتل ڏيکاريا ويا آهن. جن ۾: هار، گلوبند، ڪيچي پٽا، چوڙيون، ٻانهيون، ٻانهوٽا، ٻازو بند، چيلهڪيون يا چيلهه پٽا، نورا ۽ ڪڙيون شامل آهن. ڊاڪٽر غلام علي الانا اها دعويٰ ڪئي آهي ته: "سنڌ ۾ سونارڪو هنر صديون پراڻو آهي ۽ هزارين سالن کان هلندو اچي ٿو ۽ سنڌ جي مينا ڪاري ۽ ڪاريگرن جي هنرمنديءَ تاريخي ثبوت پيش ڪيا آهن."

اهڙيءَ طرح دڙن جي کوٽائي مان سون ۽ چانديءَ مان نهيل ڏند ۽ ڪن کوٽڻيون، وارن جا ڪانٽا، سرمي وجهڻ واريون سرايون ۽ ڪانيون پڻ هٿ ڪيون ويون آهن. سنڌ جي زيورن جي هنرمندي جو اهو سمورو دؤر ست (7) کان ڏهه (10) هزار سال پراڻو آهي، جنهن ڪانپوءِ هر دؤر جي سياست، مذهب ۽ فرقيواريت جي بنياد تي پڻ زيور نهيا ۽ رواج هيٺ آيا. ٽئڪسلا (Taxila) ۾ گنڌارا دؤر (Gandhara Period) جا پڻ ڳهه ملن ٿا، جيڪي پڻ سنڌو ماٿري جي تهذيب ۽ ثقافت جو حصو آهن. اهي سونا زيور گھڻو ڪري ڏيهي آهن پر ڪجهه پرڏيهي تهذيبن جي هنرمندي جي زير اثر پڻ ناهيا ويا هئا. اهي سيئي زيور قيمتي پٿرن ۽ جواهرن سان مڙهيل آهن. ان دور ۾ زيور ٺاهڻ جو هنروڏي پيٽماني تي پکڙيل هو، جنهن ۾ قدرتي شين مثلاً: سج، چنڊ، تارن، گلن ڦلن، قدرتي

منظرن ۽ ڪيترين ئي متبادل شڪلين ۽ ڊولن ۾ هنرمندي ذريعي، نقش نگاري ۽ چِٽ چِٽي، زيور جوڙيا ويندا هئا. ڳچيءَ جي هارن ۾ قيمتي پٿرن، هيرن ۽ جواهرن کي اجا بہ خوبصورت ۽ وڻندڙ ڊزائينون ڏيئي ٺاهيو ويندو هو. ٻانهن جي زيورن ۾ ڪَڙن کي ڪيتريون ئي شڪليون ڏنيون ويون، جن مان هڪ شڪل ٻن منهن واري نانگ جي پڻ آهي. نانگ جا ٻئي منهن ڪڙي جي شڪل ۾ هڪ ٻئي کان ٿورو اڳتي مليل ۽ مُڙيل آهن. ان ڪانسواءِ ڪڙن جي اندرئين پاسي خالي خول ۽ سوراخ ڇڏيو ويو جنهن سان هڪ طرف اهي وزن ۾ هلڪا ٿيا تہ ٻي پاسي انهن



۾ مختلف قيمتي پٿر مڙهي، قسمين قسمين رنگن جي ميناڪاري پڻ ڪئي وئي آهي. ڪيترين ئي بهترين شڪلين مثلاً: پنن، گلن جي ٽن پتلڙين، دل جي شڪلين ۽ ڪٽڪ جي پنن وانگر تراڪڙي ڊزائينن ۾ قيمتي پٿرن کي ڪٽي ۽ ڪوري هٿ جي مندين، ڪنن جي زيورن ۽ مختلف قسمن جي زيورن ۾ انهن قيمتي پٿرن جو استعمال ڪيو ويو آهي. اهڙيءَ نموني سان ڳچيءَ جي زيورن ۾ هَس، هَسلي ۽ مختلف قسمن جي هارن، ڪلهي ۽ ٻانهن جي زيورن ۾ ڪڙن، ڪنگڻ، چوڙين، ٻانهين ۽ ٻانهہ-رکين وغيره ۽ پيرن جي زيورن ۾ نوار، نيور، ساٽيون ۽ ڇيرون وغيره ڪيترن ئي عضون جي مختلف زيورن جا دلڪش ۽ خوبصورت نمونا ٺاهي پيش ڪيا ويندا هئا، جن ۾ هيرن، جواهرن، موتين ۽ قيمتي پٿرن جو استعمال ڪيو ويندو هو. جنهن سان هڪ طرف مختلف قسمن جا زيور پائڻ سان عورت ۾ وڌيڪ خوبصورتي پيدا ٿيندي هئي تہ ٻي طرف سون جي زيورن جون ڪيتريون ئي سهڻيون ڊزائينون ۽ ڊول ٺاهيا ويندا هئا.

مسلمانن جي عهد ۾، زيورن جو قديم انداز اڳين کان تبديل ٿي ٿيو ۽ هي واپار وسيع پئماني تي پکڙجي ويو هو. سنڌ ۾ عرب حڪومت قائم ٿيڻ دوران هڪ طرف اسلام جهڙي متبرڪ ۽ عظيم مذهب جو نئون جذبو هو ٻي طرف غير مادي زندگي ۾ روحانيت جو زور پنهنجي عروج تي هو جنهن ڪري سنڌي سماج ۾ مقامي ماڻهن ۾ گهڻو لاڙو زهد ۽ تقويٰ، عبادت ۽ رياضت ۽ درويشي طرف مائل ٿيو ان ڪري هار سينگار جي غرض سان سون مان ٺهيل زيورن کي پائڻ معيوب سمجهيو ويندو هو اسلام جي آمد ڪانپوءِ هندو ڌرم ۽ هندو عقيدن کي تمام وڏو

نقصان رسيو ۽ سنڌن روايتن موجب مندرن ۾ موجود مورتين کي زيورن سان سجائڻ ۾ گهٽتائي اچي وئي. بعد ۾ غوري خاندان جي حڪومت ۾ قائم ٿيڻ سان زيورن جي استعمال ۽ واپار جا رستا کليا. ساڳي ريت قديم دؤر ۾ سيلجوقن طرفان خلافت جو ڏاڪو جمائڻ ڪانپوءِ زيور جي زيب ۽ ڏيکاءَ جي رجحان ۾ آزادي وارو نمونو نظر اچي ٿو. جنهنڪري ميسور کان وٺي سنڌ جي ساحلي علائقن تائين زيور جو استعمال عام ٿي ويو هو. مؤروثي روايتن ۽ رواجن کي برقرار رکندي زيور جي استعمال، نمائش ۽ ڏيکاءَ کي مڪمل آزادي ڏني وئي، تنهن هوندي بہ مغل دؤر ۾ جوهري ۽ سوناري جو هنر مقامي حدن تائين محدود رهيو ۽ محظ محلن اندر راڻين ۽ شهزادين جي سينگار لاءِ ڪتب ايندو هو. هندستان ۾ قائم مغلن جي شهنشاهيت دوران، ملڪي خوشحالي وڌڻ سبب خوشحال طبقن ۽ گهراڻن جو لاڙو آرائشي شين ڏانهن وڌڻ لڳو، جن ۾ آرائشي ۽ زيبائشي زيورن جي بناوٽ پڻ شامل هئي. ملڪائن ۽ راڻين لاءِ جهجهي انداز ۾ آرائشي ۽ زيبائشي زيور، ڪيترن ئي نت نين ڊزائينن ۽ ڊولن ۾ تيار ڪيا ويا. نورجهان جي زيورن ۽ آرائشي شين ۾ نيون تخليقون ڪيون ڪيون. ڪجهہ زيورن جي بناوٽ لاءِ پاڙيسري مُلڪن مان روايتي ۽ نوان ڊزائين پڻ متعارف ٿيا. مثلاً: سترهين صدي عيسوي دوران ارمينيا جي هڪ پناهگير بلوچستان ۾ زناني آرائشي ۽ زيبائشي شيون تخليق ڪري، زيورن جي تسلسل ۾ هڪ نئين روايت قائم ڪئي. موجوده وقت ۾ پڻ سنڌ اندر ٺهندڙ بيشمار زيورن جي بناوت مغليہ ۽ ڪانئن اڳ واري اسلامي دؤر کان متاثر ٿيل آهي ۽ اڄ تائين سنڌ ۾ اهڙا زيور استعمال ٿين ٿا.

**زيور ٺاهڻ لاءِ استعمال ٿيندڙ خام مواد ۽ ڌاتو:** زيورن ٺاهڻ لاءِ قديم زماني کان وٺي موجوده وقت تائين مختلف قسمن جو خام مال ۽ ڌاتو پئي ڪم آيا آهن. قديم زماني ۾ مٽي ۽ ڪاٺ مان پڻ زيور تيار ڪيا ويندا هئا. ڪاٺي مان ڌار ڌار قسمن جا زيور ٺاهيا ويندا هئا، جنهن لاءِ ڪنڊيءَ جي پاڙ کي استعمال ڪيو ويندو هو جنهن کي 'ڪرسي' چوندا هئا. اِها ڪاٺي جي 'ڪرسي' مضبوطيءَ ۾ پنهنجو مٽ پاڻ هئي. ان ڪانپوءِ پٿر، ڪوڏ ۽ عاج مان پڻ زيور تيار ڪيا ويا، جنهن بعد لوهہ، ڪنجهي، ڪانسي کي زيورن ٺاهڻ لاءِ استعمال ڪيو ويو. نيٺ سون، چاندي ۽ ٽامي مان زيور جوڙيا ويا. سادي مٽي جي ڪم ڪانسواءِ ڪاشي ۽ چيني جا رنگين مٽڪا، لاڙ جي دڙن پنيور، روپا ماڙي، ڪرهيو پانداري، ڪونجسو توڙي اڳهاماڻي مگريا ۽ ڪاڪيجاڻي مان ملن ٿا. مٽي ۽ ڪاٺ کي ابتدائي ڳهن کي ٺاهڻ جو وسيلو سمجهيو ويندو هو ڪاٺيءَ مان 'ڪرسي' حاصل ڪري نڪ جي زيورن ۾ گلن واريون ڦلڙيون پڻ ٺاهيون وينديون هيون، جنهن جو مثال اڄ تائين ملي ٿو سنڌ جي زيورن ۾ پٿر جو استعمال قديم زماني کان هلندو اچي. کوٽائيءَ ذريعي اهڙا ڪيترائي پٿر لڌا ويا آهن، جن ۾ عقيق، سليماني عقيق، سنگ سليمان، پکراج، فيروزو، لاجورد، ياقوت وغيره شامل آهن. انهن پٿرن کي ڪَٽي ننڍا ۽ وڏا گول، چورس ۽ مختلف قسمن جا مٽيا تيار ڪري انهن

مان هار جوڙيا ويندا هئا. هيءُ فن جيترو قديم آهي، اوترو اڄ بہ سنڌس قدر ڪيو وڃي ٿو، جو اهي قيمتي ٻڙا هٿ جي منڊين، هٿ جي ڪڙن، ڳچيءَ جي هارن، نٿن ۽ مختلف زيورن ۾ استعمال ٿيندا آهن. پٿرن کانسواءِ قديم دؤر جي زيورن ۾ ڪوڏن ۽ ڪوڏين جو استعمال پڻ ملي ٿو. اهڙيون سپون ۽ ڪوڏ اڪثر سمنڊ جي ڪناري تي ملنديون آهن. ڪوڏ مان ٺهيل مختلف قسمن جا زيور جهڙوڪ: ڪونجسر، ڪرهيو پانڌاري، پنيور، راوڙ، ڪوٽڏيجي، آمري، موهن جي دڙي ۽ اگهاماڻي مان هٿ ڪيا ويا آهن. جن مان ڪوڏ يا سپيءَ مان ٺهيل مختلف زيور مٽيا، چوڙيون، ڪن ڦل ۽ ٻيا زيور لڌا ويا آهن. ڪوڏ کانپوءِ هاٿي جي ڏندن ۽ عاج مان پڻ زيور ٺاهيا ويا. جيڪي مختلف ماڳن مان هٿ ڪيا ويا آهن، تن ۾ ٻانهيون، زيور، مٽيا، مٽڪا وغيره شامل آهن. ٽامي ۽ ڪنجهي جا زيور پڻ مختلف ماڳن ڪان ملن ٿا، جنهن ۾ ڌاتو جو استعمال موجوده دؤر ۾ سون ۽ چاندي سان گڏيل طور ڪيو وڃي ٿو. سونارن وٽ سون کانپوءِ چاندي جو درجو آهي ۽ عوام بہ سون کانپوءِ چاندي کي پسند ڪندو آهي. نج چاندي سون وانگر زيور بنائڻ جي لائق نہ هوندي آهي، ڇو تہ اها تمام نرم هوندي آهي، تنهنڪري سونارا چاندي ۾ گلٽ ملائي سخت ڪندا آهن جنهن بعد ان مان زيور بڻائي سگهجن ٿا. سونارن وٽ چانديءَ جا مختلف نمونا ۽ قسم آهن، انهن مان ڪچي چاندي، رائي چاندي، جستي چاندي، گلٽ (جرمن سيلو)، پانڌلو ۽ هنڊايل (هنيڊيل) چاندي قابل ذڪر آهن.

**ڪچي چاندي:** هن قسم جي چاندي تمام نرم ٿيندي آهي، هن مان ويج ۽ حڪيم دوائون پڻ ٺاهيندا آهن. هيءَ اصل چاندي آهي، جنهن کي زنگ ناهي لڳندو. اهڙيءَ قسم جي چاندي مان پوپٽ، مومن، واليون، وغيره جهڙا زيور تيار ڪيا ويندا آهن.

**رائي چاندي:** اهڙي قسم جي چانديءَ ۾ سونارا هڪ تولي چاندي سان، هڪ ماسو ٽامو ملائيندا آهن، جنهن سان اها چاندي مضبوط ٿيندي آهي. رائي چاندي مان ڇيرون، ٻنڊا، چوڙيون، ڇلا، ورٽا، ڇٽ واريون منڊيون، پينا ڪڙا، شينهن مورا ۽ ٻيا زيور ٺهندا آهن.

**جستي چاندي:** هن چاندي ۾ چانديءَ جي تولي ۾ ڏيڍ ماسو جست ملايو ويندو آهي، جنهن مان ڪڙيون ۽ ٻنگليون وغيره ٺاهيون وينديون آهن.

**گِلٽ (جرمن سلور):** هيءَ چاندي نہ آهي، پر شڪل لڳ ڀڳ چانديءَ جهڙي اٿس. غريب غربا گِلٽ مان زيور ٺهرائي پائيندو آهي، ڇو تہ گلٽ جي ڀيٽ ۾ چاندي مهانگي ٿئي ٿي.

**ٻانڌلو:** ٽامي جي چوڙين ۽ مختلف زيورن مٿان چانديءَ جي پتري چاڙهڻ کي سونارا 'ٻانڌلو' چوندا آهن، جنهن ڪري زيور بلڪل چانديءَ جهڙو ڏيکاءُ ڏيندو آهي.

**هنڊايل يا هينڊل:** هنڊايل يا استعمال ڪيل چاندي جي زيورن کي هنڊايل ۽ هينڊل چئبو آهي. اها ملاوٽي چاندي هوندي آهي، جنهنڪري اُن کي صاف ڪري 'پوڪانڙيون' ٺاهيون وينديون آهن.

**سنڌ جي زيورن جا قسم ۽ نمونا:**

**مٿي جا زيور:** مٿي جي وارن ۽ نراڙ تي جيڪي زيور پاتا وڃن ٿا، اُهي مٿي جي زيورن ۾ شمار ٿين ٿا. انهن ۾ جهومر سڀ کان مشهور ۽ مهانگو زيور آهي. ان کانسواءِ چوٽيون، ڪنڊا، چوٽي ڦل، آلي ٽڪي ٽڪلو، منهن ڏاٽي، سڳيون، بڪل، ڪلپ ۽ تاج وغيره مٿي جا زيور آهن. جهومر هڪ وزندار ۽ ڳرو زيور آهي، جنهن کي 'مرزو' پڻ چوندا آهن. هن قسم جي زيور ۾ هڪ (Hook)، پنڙيون، تلڪيون ۽ لٽڪڻ بہ ٿئي ٿي. بناوت جي لحاظ کان هي ڇئن حصن ۾ ورهايل آهي، وچ واري پتري، هيٺيائين پتري ۽ لٽڪڻ ۽ هيٺ وارو ڀاڱو. هي زيور امير ماڻهن جون زالون استعمال ڪنديون آهن. ٽڪلو سنڌ ۾ هندن مسلمانن جون عورتون استعمال ڪنديون آهن. ڏاٽي، نٿ کي قابو ڪرڻ لاءِ استعمال ٿيندي آهي. آلي، ننڍي عمر جو ٻارڙن کان وٺي 40 سالن جي عمر واريون عورتون پڻ استعمال ڪنديون آهن. آلي جو استعمال اڳ ۾ سماٽ قومون ڪنديون هيون، ڏاٽي ڪنڊو، ڳري نٿ ۽ وينڊي کي وچ ۾ جهلي بيهڻ لاءِ استعمال ڪيو وڃي ٿو. چوٽيون، وار سينگارڻ جو زيور آهي. سنڌي سماج ۾ مڙس جي حياتي تائين عورت مٿي ۾ زيور پائي سگهي ٿي، جنهن کانپوءِ هوءَ اُهي زيور نٿي پائي سگهي.

**نڪ جا زيور:** سنڌي سماج ۾ عام مقولو مشهور آهي، 'نڪ رکڻ' يعني ننگ ۽ ناموس رکڻ، 'نڪ ڪپڻ' وڏي عيب ۽ بي عزتي جي علامت آهي ۽ ٻين ڪيترين اصطلاحي معنائن ۾ نڪ جي معنيٰ، ننگ ۽ عزت پڻ



آهي. ان کانسواءِ سنڌي سماج ۾ عورت پنهنجي مرد کي نڪ سان تشبيهہ ڏيندي آهي ۽ مرد وري عورت لاءِ نڪ جي تشبيهہ استعمال ڪندو آهي. سنڌي سماج ۾ هر ذات جي عورت کي نڪ ۾ موروثي زيور هوندو آهي، جنهن جي ذريعي ان جي سڃاڻپ بہ ڪري سگهجي ٿي. سنڌ ۾ ڪنواريون ڇوڪريون نٿ ۽ ٻُولو ڪونہ وجهن، پرڻيل عورتون ئي ان جو استعمال ڪنديون آهن. نڪ جي زيور ۾ نٿ هن وقت سموري سنڌ جي هر قبيلي ۽ ذات ۾ استعمال ڪئي وڃي ٿي. ان کان علاوه نڪ جي زيورن ۾ سماٽ قبيلن جا مختلف وينڊا جهڙوڪ: ريهاڙين جو وينڊو، لٿري وينڊو، سومرڪو وينڊو، ميگهواڙڪو وينڊو، خواجڪو وينڊو ۽ ٻين زيورن ۾ بينسر ويٽي، هيرو (ڦلڙي جي جاءِ تي)، ڪوڪو وغيره آهن. انهن کان علاوه مختلف ذاتين ۽ قبيلن جي نڪ جي زيورن ۾ ڦلڙي، ست

ٽڪي ڦلڙي، تيرهن ٽڪي ڦلڙي، بُرج واري ڦلڙي، رائيداري ڦلڙي، بولي، چاندي جي بولي، نٿ، فينسي نٿ، سنڌي نٿ، شورڪي نٿ، چانگن جي نٿ، جمالڪي نٿ، جتن جي نٿ، جڙاوار ڦلڙي، ٽي ٽڪي ڦلڙي، چاري واري ڦلڙي، ڪنگري واري ڦلڙي، رائيدار ڦلڙي، لونگ ۽ ڪوڪا، ويٽي وغيره شامل آهن.

**ڪن جا زيور:** ڪن جسم جو اهڙو حصو آهي، جنهن ۾ عورت توڙي مرد ٻئي ڪن ۾ زيور پائن ٿا. عورتاٽا زيور گهٽا ڳرا هوندا هئا پر هاڻي هلڪا ٿاهيا وڃن ٿا. مرد ٻه ڪيوٽيون، واليون ۽ لونگ وغيره جو استعمال ڪن ٿا. ڪن جي پاپڙي ڪي زيور پائڻ جو مرڪز سمجهيو وڃي ٿو. جنهن ڪان سواءِ ڪن جي ڪُنگر ۽ وچ ۾ پڻ زيور وڌا وڃن ٿا. ڪن جي زيورن ۾ ايرنگ، جهومڪ (جنهن جا ٽي گهاڙيٽا آهن: روَن وارا جهومڪ، ڪٽائي




وارا جهومڪ ۽ مينا وارا جهومڪ) ڪن ڦل جنهن جا پڻ مختلف قسم ۽ گهاڙيٽا آهن (لسا ڪن ڦل، واٽڪا ڪن ڦل يا چاري وارا ڪن ڦل ۽ ڏاٽي ڪَن ڦل)، مگرن جا ٻه ڪيترائي قسم آهن. انهن ۾ سنڌ اندر ٻه مگرن جا قسم: پالو مگر ۽ جهالو مگر استعمال ٿين ٿا. والين جا ٻه ڪيترائي قسم آهن انهن ۾ (وٽ وارين واليون، لسيون واليون، گل ڦل واليون، پائيپ واليون، فينسي واليون، بينڊ واليون، سنهيون واليون (ننڍي ڄمار جي ڇوڪريون پائن ٿيون)، ڪناري وارين واليون (وڏيون عورتون پائن ٿيون)، گولين وارين واليون (اهي ڪنواريون ڇوڪريون پائن ٿيون)، وٽ وارين واليون (اهي وڏي ڄمار جي عورتن جي پهرڻ جون واليون آهن).انهن ڪانسواءِ جهالر، جهمڻيون، والن جا ٻه مختلف قسم ٿين ٿا جن ۾: سنڌي والا، چورس والا، چانور والا، فينسي والا، لسا والا ۽ سامي والا اچي وڃن ٿا). انهن ڪانسواءِ دُر، ڪڙڪون، سيريون، ڏرگل الولڪ (ڪنن جي وچ ۾ پائڻ جو زيور)، نبسيون (ٻه قسم آهن جڙا وارين ۽ برج وارين نبسيون)، پوڪانڙيون (ٻه قسم آهن لسيون ۽ ڦوٽڙي وارين پوڪانڙيون) جيڪي ڪولهي عورتون پائن ٿيون، پنڙيون (ٻه قسم آهن لسيون ۽ گهنگرين وارين پنڙيون)، پويٽ (سومرا ۽ ميگهواڙ ذاتيون پائن) مومن، ڪيوٽيون، درهچا، ہنڈا، جن ۾ ڪجي مسلمانن جون پوڪانڙيون ۽ واٽڪا ڪن ڦل اچي وڃن ٿا. انهن ڪانسواءِ ڪجهه ٻيا ٻه ڪنن جا زيور ٻه آهن.

**ڳچيءَ جا زيور:** ڳچيءَ جي زيورن مان هيٺيان زيور اچي وڃن ٿا:

ڪَنٺي (هندو ذاتين ۾ ڪولهي ۽ ميگهواڙ پائن ٿا)، هار (اهي ڳچيءَ جا عام زيور آهن. جنهن جا مختلف حصا ڪٽيل پترو، زنجير،



ڪڙيون ۽ پتلو ٿين ٿا)، مانڊريا، هسلي (ٻه قسم آهن. پوري هسلي ۽ پيني يا نهري هسلي، دل پاڪ) مسلمان هن تي الله ۽ رسول صہ جا نالا لکرائيندا آهن ۽ هندو پنهنجي عقيدي موجب اوم يا ميتا جا بُت اڪرائيندا آهن)، نيڪليس (ٻه قسم آهن. سادو ۽ داٽيوارو نيڪليس)، لاڪيٽ (مختلف قسم آهن جهڙوڪ: ڊولڻ وارو لاڪيٽ، گول لاڪيٽ، ڪارڪن وارو لاڪيٽ)، راڻي هار (هن هار جا ٻه مختلف قسم آهن: موتين وارو هار، تلڪين وارو هار، پٽين وارو هار، ڪٽائي وارو هار، مينا وارو هار)، ڪنمال، هانسلي (هس) (ميگهواڙ ۽ ڪولهي پائيندا آهن)، ويلو (ٻه قسم: لسو ۽ ماڪوڙي وارو ويلو)، چندن هار، وارلو، هَسي، هانوڙي (ميگهواڙن ۽ ڪولهين جون ڪنواريون ڇوڪريون پائينديون آهن)، گلوبند ٽائيٽ (هندو مسلمانن ۾ عام آهي)، ڌهري (ٻه قسم آهن. سنڌي ڌهري ۽ فينسي ڌهري).

**ٻانهن جا زيور:** ٻانهن جي زيورن ڪي ٻن حصن ۾ ورهايو وڃي ٿو: (الف) هٿ جي آڱرين جا زيور، (ب) ٻانهن جا زيور.

**(الف) هٿ جي آڱرين جا زيور:** هٿن جي آڱرين جي زيورن ۾ منڊيون 'ڇلا' ويڙهه يا ورٽا، ڪيرولون، آنيئرو يا آنهيرو ۽ چنبو وغيره اچي وڃن ٿا.



منڊي يادگيري لاءِ تحفي طور ٻه ڏجي ٿي ۽ شادي وهانءَ ۾ پڻ استعمال ڪئي وڃي ٿي. ڇلا دوستي ۽ چاهيندڙن جون نشانيون آهن.

سنڌ جا زيور

**ڪيرولون:** هي خاص ڪري ڪنوار جي پهرڻ جي منڊي آهي. جنهن تي گلن جا چٽ ۽ قديم زماني کان ڪيرول جو نشان ۽ گڏيل سنڌي سماجي مؤرثيت جي علامت آهي، سا رواج ۾ هلندي پئي اچي.

**چنبو:** هي زيور شاديءَ وقت ڪنوار جي هٿن ۾ پاتل هوندو آهي جنهن ۾ پنج منڊيون ۽ انهن جون زنجيرون، هٿ ٽڪو ۽ هڪ ڪنگڻ پيل هوندو آهي.

**چلا:** ڪيترن ئي قسمن جا ٿين ٿا، جن ۾ لسو چلو، گهاڙ وارو چلو، گهنگرين وارو چلو، ميناڪاري وارو ۽ وٽيل چلو وغيره اچي وڃن ٿا.

**(ب) ٻانهن جا زيور:** ٻانهن جي زيورن ۾ ٻارڪيون (ٻانهرڪيون)، چوڙيون، چُوڙا، ڪڙيون، ڪڙا، هٿڙيون، منگليون، ڪتريا، پونچي، هٿ گجريون، دستيون، ٻانهيون ۽ ڪلهن ۾ پٽا پاتا وڃن ٿا. ٻانهن جا سيئي زيور سماڻ قومن ۾ هندو ۽ مسلمان ٻئي استعمال ڪن ٿا. اهي زيور سون ۽ چانديءَ مان تيار ڪرايا ويندا آهن. نامور محقق محمد سومار شيخ چوڙين جا ڪيترائي قسم ڏنا آهن، انهن ۾: ڦلودار چوڙيون، حيدرآبادي چوڙيون، لهرين چوڙيون، رائيدار چوڙيون، پٽيدار چوڙيون، ور واريون چوڙيون، سيون چوڙيون، چيل واريون چوڙيون، مينا واريون چوڙيون، ٺپي واريون چوڙيون.



ٺپي واري چوڙين جا ٻه اڻ ڪٽ نمونا آهن جن ۾: ڪنگرين واريون چوڙيون، گل چاڻو چوڙيون، پٽيدار چوڙيون، نموريون چوڙيون، گل چاڻو چوڙيون، پٽيدار چوڙيون، نموريون چوڙيون، موتيو گل چوڙيون، رُون چوڙيون، ڦلودار چوڙيون، رائيدار چوڙيون، پٽي واريون چوڙيون، مڪراني چوڙيون، نانگڻ چوڙيون، سنهيون چوڙيون ۽ ڪنائي واريون چوڙيون شامل آهن.

**پيرن جا زيور:** سنڌ ۾ رهندڙ سماڻ قومن جون عورتون، ڪيترن ئي قسمن جا مختلف زيور پيرن ۾ پائن ٿيون. ڪي زيور پيرن جي آڱرين ۾ پڻ پاتا وڃن ٿا. پيرن جي زيورن ۾ ڪڙيون، نورا، چيس، پاجيت (پازيب)، جهانجهر، وڇڻا، منڊيون، ورٽا، ڪڙا، پيرچلا، پولڙيون، ٻڌيءَ ٻيڙي جي ڪڙي، ڪاڏليا، ساٽا وغيره شمار ٿين ٿا.

پيرن جي آڱرين جي زيورن ۾ وڇوٽا (هن جا ٽي قسم آهن: مينا وارا، ٺپي وارا، چٽ وارا)، پيرن جون منڊيون (انهن منڊين جا ٽي قسم آهن: روپٽي واري، چٽ واري، جڙا واري، مينا واري)، پيرن جي آڱرين جا چلا (هن قسمن جا ٿين ٿا، روپئي وارا ۽ ڦلودار)، پولڙي (هي ڪولهي عورتن جي پيرن جي منڊي آهي، جنهن تي ميناڪاري جو ڪم ٿيل هوندو آهي) ورٽا ٻه پيرن جي آڱرين جا چلا آهن (جن جا ۾ قسم ٿين، ٽه وار ورٽا ۽ پنج وار ورٽا) شامل آهن.



انهن ڪانسواءِ پيرن جي زيورن ۾ پاجيب (پازيب)، جهانجهر، ڪڙا (جن جا ٽي قسم ٿين، خواجڪا ڪڙا، ٻروچڪا ۽ سماٽڪا ڪڙا)، ٻڌيءَ ٻيڙيءَ جي ڪڙي (جن عورتن جو اولاد نه بچندو آهي، اُهي ٻڌل ٻيڙيءَ جي ڪڙي پائن، جا لوهه مان ٺهندي آهي)، ساٽا، ڪڙيون (پنج قسم جون آهن: پوريون ڪڙيون، پينيون ڪڙايون، مُک واريون ڪڙيون، چاٻي واريون ڪڙيون ۽ ڪاڏلا)، نورا (انهن ۾ گهنگهرو ٿين ٿا، جنهن لاءِ مشهور چوٽي آهي: ’نورا ٻڌي نچڻ‘) چير (چيرجا ٻه ڪيترائي قسم آهن. انهن ۾ گنگهرن واري چير، هوڙي چير، پٽين واري چير، لڪپتي چير، ڪڙين واري چير، قُبي واري چير، ڏانڊلي واري چير، ڦل واري چير، گاڏڙ چير، وي (v) چير، هڪ سري چير، ٻه سري، ٽي سري ۽ پنج سري چير شامل آهن).

**هندو- مسلمانن جا زيور:** هندو مسلمان ٻن وڏين پرجاتين ڪي پنهنجا پنهنجا زيور ۽ گهه الگ آهن، جن جي ڪري انهن جي سڃاڻپ ۽ پرک پري کان ڪري سگهجي ٿي. ڪي اهڙا زيور ٻه آهن جن کي ٻئي ذاتيون استعمال ڪن ٿيون. عورت جي هر عمر جي لحاظ کان ڪي زيور پاتا وڃن ٿا، جن جو ذڪر هيٺين ريت آهي:

زيور هندو ۽ مسلمان ٻنهي ذاتين جي زيب ۽ زينت، حسن ۽ جمال جو سينگار آهن، پر ڪا تفريق آهي، جا ٻنهي جي زيورن کي ثقافتي طور تي هڪ ٻئي کان اڳ ڪري ٿي. جنهنڪري ٻنهي جو پنهنجو پنهنجو رنگ ۽ ڍنگ، هولڻ، پهرڻ ۽ اوڍڻ جو علحده طريقو آهي. اها ورڇ نه صرف هندو- مسلمانن جي وچ ۾ آهي، پر سنڌ جي هر سماٽ قبيلي جي پنهنجي پنهنجي تشخيص ۽ سڃاڻپ آهي، جيڪي زيور مسلمان استعمال ڪن اُهي هندو نه ڪندا آهن ۽ جيڪي زيور هندو

استعمال ڪن. انهن ڪي وري مسلمان هٿ بہ نہ لائين. موجوده وقت ۾ هي فرق ختم ٿي ويو آهي، هاڻ جنهن ڪي جهڙو زيور وڻي سو پائي ٿو. مسلمان قبيلن جي زيورن ۾ آلي، ٽڪو واٽڙيو، چيس لڪڙي، دهري، تعويذ، گلوبند، جهوڙو، چاڱلا، بازو بند، پاجيب (پازيب)، سائيون، پوپٽ، ڪڙڪون، جهمٽيون، در، الوڪ، پاٽڪنان، ہندا، نسبي، هسي، جهانجهر ۽ نورا اهم آهن. هندن ۾ انهن زيورن مان ڪجھ ساڳيا آهن. جي ٿوري ڦيرڦار سان استعمال ٿين، پر مخصوص زيورن ۾ رمجهول، اونرا، لنگر، تيور، هانوڙا (هاوٽا)، انيٽا، ڪاتريا، ڪتريا، جهاٻا، پونچيون، گجريون، سبي، سريون، نيهوڙي. ڪنٺي، هوم (اوم)، واڙلو، هس، ٽڪڙو، ڏرگلا، مينڍ ڦل ۽ پور اهڙا ڳهہ آهن جيڪي اڪثر هندو ذات وارا پائن ٿا. انهن ڪانسواءِ ہنهي ذاتين ۾ ڪجھ گڏيل زيور پڻ آهن، جن ۾: مرڪيون، جهومڪ، ڦلايون، ڪوڪا، والا، نٿ، ويندو، بولو، ڦلڙي، چوٽي ڦل، لونگ، ڦل، هار، ڪنمال، مانڊريا، چلا، منڊيون، ڇٽ، در، هٿ سڪڙو، منگليون، چوڙيون، پٽيا، ٻانهوٹا، ڪنگڻ، ڪنگٽيون، چوڙيون، چوڙا، ٻانهين، اٺوٽ، چيلهہ ميڪڙو، ڪڙيون پولڙيون، گهنگهرا وغيره.

**عورتن ۽ مردن جا زيور:** عمر جي لحاظ کان هر عورت پنهنجو پاڻ ڪي سينگاريندي ۽ سنواريندي رهندي آهي. اهڙا زيور عورت کي ٻن طرفن کان ملندا آهن: هڪڙا زيور مائٽن طرفان ملندا آهن تہ ٻيا سندس ساهري گهر کان ڏنا ويندا آهن. جيڪي شادي کان پوءِ ساهراڻي گهر ۾ استعمال ڪري ٿي. مائٽن جي طرفان ڪيس ڏنل زيورن ، آلي مرڪيون، ہنڊا، والا، ڦلڙي، ڦليون، در، بولو، هسلي، مانڊريا ۾ (ماڏريا)، ڪنمال، ڪڙيون، چلا، منڊيون، دستون، ٻانهوٹا، پٽيا، منگليون، چوڙا، جهانجهر ۽ گهنگهر اهم آهن. باقي زيور سندس ساهري گهر کان ملندا آهن.

هندن ۾ نياڻيءَ جي شادي وقت ڳچيءَ ڪو وڏو ڳهہ ۽ خاص ڪري ٻانهن جو ڳهہ (جيڪي ڳهہ شادي جي رسم لاءِ اهم ٿين ٿا) اهي مائٽن بجاءِ سندس ساهري گهر کان ملندا آهن.

هر عمر جي عورت جا پنهنجا پنهنجا ڳهہ ۽ زيور آهن. ننڍي نينگري، جوان ڌيءُ، ڪنواري ۽ شادي شده عورت هر قسم جا ننڍا وڏا ڳهہ ڳنا ۽ زيور استعمال ڪري ٿي، پر پوڙهاپ ۽ رنڊجڻ ڪانپوءِ انهن زيورن ۾ سندس ڪا دلچسپي نہ رهندي آهي. پوڙهاپ ۾ جواني جو اُهو حسن غائب ٿي ويندو آهي جنهنڪري سينگار ڪرڻ جي شوق جي وجهہ نہ رهندي آهي، تنهنڪري پوڙهيون عورتون رسمن تي نٿ، ايرينگ، ڦلڙي، هَسي، منگليون، ڪڙيون، چلو ۽ منڊي وغيره جو استعمال ڪنديون آهن.

عام طور تي سنڌي سماج ۾ اهي چوڻيون مشهور آهن تہ: "عورت جو سينگار مرد سان آهي، جي مرد نہ رهيو تہ سينگار ڇا جو"؟ رنڊجڻ ڪانپوءِ عورت پنهنجا سمورا زيور لاهي ڇڏيندي آهي. سندس نڪ هميشہ ٻُٽو رهندو آهي، جنهن ۾ ڪنهن بہ قسم جو ڪوئول نہ پيل هوندو آهي. البت ڪي عورتون والا، ڪڙيون ۽ هسي جو استعمال ڪنديون آهن.

پراڻي زماني ۾ مردن جا بہ ڪيترائي چلا ۽ ڳهہ هوندا هئا، جن ۾ ڪجھ مٺي، ٻانهن، ڳچيءَ ۽ پيرن ۾ استعمال ٿيندا هئا ۽ چيلهہ پٽا بہ استعمال ڪيا ويندا هئا جيڪي اڪثر ڪري امير امرائن ۽ راجائن مهاراجائن جي استعمال جون شيون هيون.

موجوده وقت ۾ پڻ ڪي زيور مرد سان منسلڪ آهن. انهن ۾ ڳچيءَ جا سادا ۽ زنجيرن وارا هار ۽ لاڪيٽ، منڊيون، چلا، مانڊريا، تعويذ، مرڪيون ۽ پاٽڪنان اهڙا زيور آهن جيڪي مرد بہ استعمال ڪن ۽ عورتون بہ استعمال ڪن. سامي ۽ جوڳي فقير جا مٽين وارا هار ۽ ڪنن جا والا بہ زيورن ۾ شمار ٿين ٿا. انهيءَ ڪانسواءِ ڪوٽٽيون، ڏند ڪوٽٽيون ۽ قميص جا ڪڙا ۽ بٽڻ بہ مرد استعمال ڪندا آهن.

**جانورن جا زيور:** جانورن کي سينگارڻ جو شوق سنڌ ۾ قديم زماني کان وٺي هلندو اچي. پراڻي زماني ۾ راجا جي رٿ (گاڏي) ۽ سواري ۾ گهوڙن، اُٺن، هاٿين کي سينگار ڪري ڪين ڪيترن ئي قسمن جا چلا وڌا ويندا هئا، جيڪي خاص ڪري سون ۽ چاندي مان ٺهيل هوندا هئا. ان کان سواءِ امير اُمرائن جي رٿن ۽ سواري جي جانورن کي پڻ سينگاريو ويندو هو.

موجوده زماني ۾ اُهو رواج باقي نہ رهيو آهي، پر روايتي ۽ ثقافتي لحاظ کان اڄ بہ سنڌ ۾ گهوڙن، اُٺن ۽ ڏڳن کي سينگاريو وڃي ٿو. مال سان شوق ۽ چاهہ رکندڙ سنڌي ماڻهو پنهنجي اُٺن، گهوڙن ۽ ڏڳن لاءِ ڳهہ ٺهرائيندا آهن. جيڪي ڪين ثقافتي ميل ملاڪڙي ۾ پارايا وڃن ٿا. اهڙا زيور گهٽ قيمت واري ڌاتن مان ٺهن ٿا، جن کي 'ساج' سڏيو وڃي. ڪي ماڻهو پنهنجي جانورن لاءِ سون ۽ چاندي مان بہ ڳهہ ٺهرائيندا آهن.



شوقين ماڻهو گهوڙن ۽ اُٺن جي سنجن ۽ پاڪڙن ۾ اڄ بہ سون جون ڦلڙيون ۽ چاندي جون پٽيون استعمال ڪرائن ٿا. اُٺن جي زيورن ۾ جنوئي، ڳاني، گوڏن جا گهنگهرو، جانجهر ۽ جهاٻا مکيہ آهن. ڏڳن جي زيورن ۾ ڳانيون ۽ تعويذ مشهور آهن. گهوڙي جي زيورن ۾ جهانجهر، جهاٻا ۽ 'حني جا پنا' پڻ سونارا ناهن ٿا. انهن زيورن ڪانسواءِ ڳانيون هرپاليل جانور کي پڻ ٻڌيون وڃن.

**سنڌ جا لباس:** سنڌو تهذيب جي سڌريل هئڻ جي ساکي ماڳ موهن جي دڙي جي کوٽائيءَ مان جيڪي مورتيون مليون آهن انهن کي ڏسي چئي سگهجي ٿو ته سنڌ ۾ تمام آڳاٽي دور کان ڪپڙو ايجاد ٿي چڪو هو ۽ اتان جا ماڻهو تن ڍڪڻ لاءِ مختلف قسم جا لباس پائيندا هئا، جن ۾ ڪلهي تي ’ٽِڪلي اجرڪ‘ وجهڻ به شامل هئي. موهن جي دڙي مان مليل مجسمي (King Priest) جي تن تي پڻ ٽِڪلي اجرڪ ويڙهيل ملي ٿي. سنڌ ۾ رهندڙ مختلف قبيلن/نسلن جي ثقافتي سڃاڻپ لباس سان به ٿئي ٿي. جيئن سماٽ ۽ بلوچ پنهنجي رهڻي ڪهڻي ۽ لباس اپنائين ٿا، ائين وري ڪولهي، ڀيل، ميگهواڙ به الڳ لباس ۽ رهڻي ڪهڻي جا مالڪ آهن.

**سماٽ قبيلا ۽ انهن جا لباس:** لاڙ طرف اجا تائين به سماٽ قبيلن ۾ گج، سوسيءَ جي وڏي سٿڻ ۽ چنري ڪنوار جي لباس طور ڪم ايندي آهي. ٺٽي ضلعي ۾ ڪيهر، پنهور سومرا ۽ دل ذات جون عورتون عام طور اهو لباس پهرينديون آهن. ڪنوار کي شاديءَ جي موقعي تي ٽِڪن ۽ ٽئونرن وارو گج ڳاڙهي يا گلابي رنگ جي سٿڻ، ٽئونر واري جتي ۽ چنري؛





زيورن ۾ خاص طور هسلي، ٻانهين بينسر (نٿ)، وڏو ٿلڪو، منڊيون، پيرن ۾ ورٽا ۽ ڇير به پارائي ويندي آهي.

**بلوچ قبيلن جو لباس:** بلوچ نسل وارا به سنڌ ۾ صدين کان آباد آهن، بلوچ عورتون وڏو ڀرت ڀريل گگهو، گربيءَ جي سٿڻ ۽ چنري يا ٻي وڏي ڀرت ڀريل پوتي پائين ڪنن ۾ ڪيترئون ئي واليون (جيڪي گهٽ ۾ گهٽ هنڌن تان ڪن سبرائين) پائين، جهمڪا/ جهومڪ، ڪن ٿل وغيره پڻ پائين، گلي ۾ پنهنجي قديم رواج موجب هار وغيره پائين، ٻانهن ۾ چوڙيون، چوڙا پهرين ٿيون.

**سنڌ جي مردن جو لباس:** سنڌ ۾ مردن جو لباس گهڻي ڀاڱي ملندڙ جلندڙ رهيو آهي. البت ڪجهه هندو ذاتين جا مرد جهڙوڪ: جوڳي، چارڻ ۽ ٿر ۾ رهندڙ مختلف قبيلن جا مرد پنهنجي پيشي جي انداز مطابق لباس پائين ٿا. جيئن وڏيون ڍگهيون ويڪريون قميصون ۽ پٽڪا به ٻڌن. مسلمان گهڻو ڪري قميص سٿڻ/ پهراڻ سٿڻ پائين ٿا. ڳوٺاڻا مرد بوڇڻ يا اجرڪ جو پٽڪو ٻڌن يا سنڌي ٽوپي پائين. شهرن ۾ وقت سان گڏ گهڻو ڪري لباس هڪجهڙو ئي پهريو وڃي ٿو. البت شادي مراديءَ تي هرڪو پنهنجي ثقافتي لباس يا رسمن کي گهڻو ڪري ترجيح ڏي ٿو. تنهن هوندي به سنڌ







۾ گهوٽ گهڻو ڪري اڇي رنگ جي سٿڻ بوسڪيءَ جي قميص، مٿي تي سنڌي ٽوپي ۽ ڪلهن تي اجرڪ اوڍين ڳوٺن ۾ گهوٽن جون مائرون، ڀينرون، پنهنجن نينگرن جي طهرن يا شادين لاءِ خاص طور تي ڀرت ڀريل بوڇڻ/ ٽوال ٺاهي رکن ٿيون، جيڪي اهي گهوٽ ٿيڻ جي موقعي تي ڪلهن تي رکي فخر محسوس ڪن ٿا، سنڌ جي شهرن علائقن ۾ هاڻ ته نئين فيشن مطابق لٽا ڪپڙا پائجن ٿا پر ڳوٺاڻن علائقن ۾ ميلا، شاديون مراديون ثقافتي لباس جي نماءُ جو موقعو هونديون آهن.

سنڌ جي قديم رهاڪن ۾ ڪولهي، ڀيل، سامي ۽ ٻين ڪيترن ئي نسلن جا رهاڪو آهن، انهن جو لباس وري انهن جي ذات جي نمائندگي ڪري ٿو. جيئن پڙو، ڪنجري/ڪنجرو وغيره.

ڪلهن ڦاٽو ڪنجرو مٿو اگهاڙو،
منهنجو ڪجاڙو ڀينر هن ڀنيور ۾.

چُنري يا ٻي ڪا چمڪندڙ پوتي، ٻانهن ۾ عاج جون چوڙيون (جيڪي هاڻ ٻين مختلف ڌاتوئن مان ٺهن ٿيون) پائين. ڪنن ۾ والا، واليون، جُهمڪا يا ايرينگ وغيره پائين، اهي عورتون پاڻ ۾ بدران سڄي ڪن جا ڪنارا سبرائي انهن ۾ ڪيتريون ننڍيون واليون پائين ٿيون، گلي ۾ هسلي هار يا ٻيا ڪي مٽيا موتي پائين ٿيون.

**ميرن جون پوشاڪون:** مير مٿي تي ٺٽي جون ٺهيل مقيشي لونگيون ٻڌندا هئا. اونهاري ۾ شبنم جو پهراڻ، جنهن جي ساڄي پاسي ڳچي هوندي هئي، جنهن تي نهايت نفيس نازڪ زردوزي يا ريشم جي ڀرت وارو ڪم ٿيل هوندو هو. پهراڻ جي مٿان ڪشميري دوشالو، علي بند (ڪراس پليٽ) ڪري دشالي جو پلاند ڪلهي تي ورائيندا هئا ۽ ڇيلهه سان ٺٽي جي مقيشي لونگي جو سندرو ٻڌندا هئا. گلبدن ۽ گربي جون سٿرون پائيندا هئا. اڪثر نيري رنگ جون شلوارون پائيندا هئا. شلوار جا پانچا پٽ سان ڀريل هوندا هئا ۽ پيرن ۾ بناتي پاپوش (جتي) پائيندا هئا. مير ٻيا به ڪپڙا پائيندا هئا، جن ۾ لباتو (ننڍو ڪوٽ)، گدِي (صدري يا

جرسي)، ابره ڪوٽ يا پوستين جو مٿيون ڪپڙو، ڪڙتو، عبا، قبا، رومال، پڳ وغيره.

ميرن جون عورتون مٿي تي شبنم جي سنڌي بوڇڻي (رئو) جنهن جي ترترتي هُرمچ ۽ مورقلي، پور ۽ پٽاشو ڀريل هوندو هو. جنهن جا مٿاڙا ۽ پلاند سچا ڀريل هوندا هئا يا وٽندڙ رنگين سالور جي ڪپڙي جو به رئو پائيندين هيون. جنهن جي وٽ زردوزي جي ڪم سان ڀريل



هوندي هئي. حرمسرا ۾ ديرا سچي پاسي واري ڳچي سان شبنم يا ريشم جا پهراڻ جيڪي چيلهه تائين، جنهن جون ٿونٽ تائين ٻانهون هونديون هيون سي پائيندين هيون. مذڪور پهراڻ جون ٻانهون، ڳچي، دامن ۽ چاڪ اڪثر ڀريل هوندا هئا، جنهن تي پٽ جو هُرمچ ۽ سنڌي ڀرت يا زردوزي جو ڪم ٿيل هوندو هو. هو پيٽي ڪوٽ به پائيندين هيون، جيڪو سيني کي ڍڪڻ لاءِ ڳچي تائين قابو ٿيل ڪپڙو هوندو هو. سُٿڻ سوسي يا گربي جي هوندي هئي، جنهن جا پانچا پٽ يا زردوزي سان ڀريل هوندا هئا. مطلب ته حرمسرا ۾ زنانا خاص ڪپڙا مخمل، اطلس، پشمينو، زربفت، ڪيمخواب، سوسي، گربي، ريشم، شبنم ۽ ٻانهن لاءِ اجرڪون هيون. ٽالپر دور کان پوءِ سنڌ ۾ ڪپڙي جي صنعت جو زوال آيو.

**سنڌ جا مشهور خطاط**: ماضيءَ ۾ خطاطي ۽ خوشنويسي هڪ ڪمال جو فن سمجهيو ويندو هو. ان جا اصول ۽ قاعدا قانون مقرر ۽ مرتب هئا. هن فن جي تحصيل کانسواءِ تعليم نامڪمل ۽ ناقص سمجهي ويندي هئي. بادشاهه، امير ۽ دولتمند ماڻهو اولاد کي هن فن جي تعليم ڏياريندا هئا. بادشاهن جي دربارن ۾ خوشنويسن ۽ خطاطن جي قدر شناسي ۽ سرپرستي ڪئي ويندي هئي.

برصغير تي جڏهن مسلمان قابض ٿيا، ته ٻين فنن ۽ علمن سان گڏ خطاطيءَ جو فن به ڪٺي آيا. مسلمانن ۾ خطاطيءَ جي فن جي ترقيءَ جو هڪ وڏو سبب اهو هو ته اسلام ۾ تصوير ڪشي ۽ مصوريءَ جي منع هئي. ان ڪري مسلمانن نقاشيءَ ۽ خطاطيءَ ۾ ڪماليت حاصل ڪئي. اڪبر جي دؤر ۾ جڏهن عبدالرحيم خان خانان، سنڌ فتح ڪرڻ آيو هو، ته ساڻس ڪيترا خطاط ۽ خوشنويس به هئا. عبدالرحيم خان خانان پاڻ به مشهور خطاط ۽ خوشنويس هو مغلن جي دور ۾ سنڌ ۾ وڏا خوشنويس ٿي گذريا آهن، جن جا يادگار نه رڳو سنڌ ۾ ملن ٿا، پر هندستان ۾ به انهن جا يادگار موجود آهن.

ڪلهوڙن ۽ ٽالپرن جي دور ۾ به هن فن جا ماهر استاد ٿي گذريا آهن. ڪلهوڙا ۽ ٽالپر حاڪم علم دوست، صاحب ذوق ۽ هنر نواز هئا. سنڌن دور ۾ سنڌ ۾ وڏا ڪتبخانا هئا، جن ۾ مشهور خطاطن ۽ خوشنويسن کان ڪتاب لکرايا ويندا هئا. ڪيترا خوشنويس ۽ خطاط سنڌ جي بادشاهن جي فياضيءَ ۽ قدر شناسيءَ کان متاثر ٿي سنڌ ۾ آيا. ان وقت ٺٽو، بکر، سيوهڻ، حيدرآباد، هالا ۽ نصرپور سنڌ جا مرڪزي شهر هئا، جنهنڪري خطاطن ۽ خوشنويسن به انهن شهرن ۾ رهائش اختيار ڪئي. ان کانسواءِ سنڌ جي ننڍي خواه وڏي شهر ۾ هن فن جا ماهر موجود هئا، پر زماني جي انقلابن سنڌن نالا ۽ يادگار ختم ڪري ڇڏيا آهن. ان هوندي به سنڌ جي ڪن تاريخن مان هن فن جي ماهر استادن جي ڄاڻ ملي ٿي ۽ خبر پوي ٿي ته سنڌ ۾ هن فن وڏو عروج حاصل ڪيو هو ۽ اهي اڄ سڀ خاڪ ۾ آرامي آهن. انهن مان ڪن جو ذڪر هيٺ ڪجي ٿو:

**حافظ رشيد خوشنويس:** هيءَ ڄام نظام الدين ۽ ڄام فيروز جي زماني ۾ مشهور عالم ۽ جليل القدر فاضل هو. هر ڪنهن علم ۽ فن ۾ ڪمال رکندو هو. پنهنجي دور ۾ اعلىٰ درجي جو خوشنويس ۽ هن فن جو امام هو.

**سيد حسن خوشنويس:** هيءَ ترخاني دور ۾ خوشنويسيءَ جي فن ۾ ماهر هو. سندس فرزند سيد محمد طاهر پڻ سٺن قلمن جو جامع ۽ مشهور ماڻهو ٿي گذريو آهي.

**مخدوم الياس خوشنويس:** مخدوم الياس بن مخدوم محمد يوسف، پنهنجي دؤر ۾ نستعليق ۽ نسخ جي خط ۾ وڏو ماهر ۽ پنهنجي وقت ۾ هن فن جو استاد ٿي گذريو آهي. مشهور خطاط سيد عليءَ وٽانئس هن فن جي تعليم حاصل ڪئي هئي.

**سيد رحمت الله:** سيد رحمت الله، سيد ابوالقاسم بيگلار جو پٽ هو. پنهنجي دؤر ۾ نستعليق خط ۾ وڏو ماهر ٿي گذريو آهي.

**مير محمد المعروف شيخ ميرڪ بن مير ابو سعيد پوراني:** شيخ ميرڪ سنڌ جي حاڪم مرزا شاهه حسن ارغون جو همعصر هو. سندس سخاوت، زهد ۽ تقوىٰ مشهور هئي. ڪيترا سال شيخ الاسلاميءَ جي عهدي تي رهيو. درس ۽ تدريس جو ڪم ڪندو هو ۽ اعلىٰ درجي جو خطاط ۽ خوشنويس هو. خاص ڪري نستعليق خط ۾ سندس ڪو مٽ نه هو. هن محرم 962هه/1555ع ۾ وفات ڪئي.

**مير محمد معصوم بکري:** مير محمد معصوم بکري، ترمذي جو والد مير صفائي، قنڌار مان هجرت ڪري سنڌ جي شهر بکر ۾ اچي رهيو. مير معصوم ظاهري ۽ باطني علمن ۾ ڪمال حاصل ڪيو. اڪبري دؤر ۾ بکر جو گورنر به رهيو. خوشگو شاعر، مصنف، خوشنويس ۽ خطاط هو. سنڌ، هندستان، تبريز ۽ اصفهان ۾ ڪيترين عمارتن ۽ مسجدن تي سندس لکيل شعر ملن ٿا. فتحپور سيڪريءَ جي بلند دروازي ۽ جامع مسجد جي دروازي تي سندس لکيل ڪتبا خوشنويسيءَ جا بهترين يادگار آهن.

**شيخ محمد فاضل:** شيخ محمد فاضل بن شيخ محمد، شاهجهان جي دور ۾ ٿي گذريو آهي. خط ثلث جي ڪتبه نويسيءَ ۾ وقت جو بي نظير هو.

**شيخ عبدالواسع خوشنويس:** شيخ عبدالواسع نستعليق خط ۾ پنهنجي زماني جو مشهور خطاط ۽ خوشنويس هو. شاهجهان بادشاهه جي دربار ۾

شاهي فرمانن ۽ نشانين لکڻ جو منشي مقرر ٿيل هو. مير علي شير 'قانع' لکي ٿو ته هن کي ست پٽ هئا. جي سمورا پنهنجي پيءُ وانگر خوشنويسيءَ جي فن ۾ ماهر هئا ۽ بادشاهه جي دربار ۾ ڪين وڏو رتبو حاصل هو.

**سيد علي:** سيد علي، مٿي بيان ڪيل مخدوم الياس خوشنويس جو شاگرد هو. پنهنجي دؤر جو ڪامل استاد ۽ خوشنويسيءَ جي فن جو جامع هو. سندس شاگردن جو حلقو تمام وسيع هو. هن ٺٽي ۾ وفات ڪئي.

**ميان شيخ محمد:** سيد عليءَ جي شاگردن مان هو. ستن ئي قلمن ۾ ماهر هو. سندس پٽ شيخ ابوالفضل پڻ مشهور خوشنويس ٿي گذريو آهي.

**مير محمد بزرگ:** مير محمد بزرگ، قرآن شريف جو حافظ هو. پنهنجي پيءُ، شاهبندر جي خوشنويس، محمد شفيع ۽ هدايت الله زرين رقم جو شاگرد هو. خطاطيءَ ۽ خوشنويسيءَ جي فن جو وڏو ماهر استاد هو.

**مير محمد باقر:** مير محمد باقر، سيد حميد جو پٽ هو. اورنگزيب جي زماني ۾ بکر مان لڏي اچي ٺٽي ۾ رهيو. شهنشاهه اورنگزيب عالمگير جي دربار جو خوشنويس هو. بادشاهه کي سندس لکيل خط تمام گهڻو پسند هوندو هو. اورنگزيب کيس پنهنجن شهزادن جو ڪجهه وقت لاءِ استاد مقرر ڪيو هو.

**سيد علي مازندراني:** سيد علي بن سيد عبدالقدوس، مخدوم الياس خوشنويس جو شاگرد هو. خط نسخ، خط ثلث ۽ ٻين خطن تي دسترس رکندو هو.

**هدايت الله خان زرين رقم:** سيد عليءَ جو شاگرد ۽ اعليٰ درجي جو خوشنويس ٿي گذريو آهي. هي خوشنويسيءَ جي فن ۾ پنهنجي استاد کان به گوءِ کٽي ويو. اورنگزيب بادشاهه کيس پنهنجن شهزادن جي تعليم لاءِ معلم مقرر ڪيو هو. شهزادو ڪام بخش ۽ شهزادو محمداعظم شاهه سندس شاگرد هئا. آخر ۾ شاهي ڪتبخاني جو داروغو مقرر ٿيو. کيس شاهي دربار مان 'زرين رقم' جو خطاب مليو. هن اورنگزيب لاءِ 'ديوان حافظ' جا ڪيترا نسخا لکيا هئا.

**خواجه مير شريف:** سيد عليءَ جو شاگرد هو ۽ پنهنجي وقت جو مشهور خوشنويس هو.

**ميان حبيب الله خان:** سيد عليءَ جي شاگردن مان هو ۽ ستن ئي قلمن جو ڪامل استاد هو.

**سيد مير محمد:** ڪلهوڙن جي صاحبيءَ ۾ خط ثلث ۽ نسخ ۾ مشهور خطاط ٿي گذريو آهي. آخري عمر ۾ مديني منوره ۾ وفات ڪيائين.

**خواجه مير مرتضيٰ:** خواجه صاحب 'تحفة الڪرام' جي مصنف مير علي شير 'قانع' جو همعصر ۽ صحبتي هو. ميان غلام شاهه ۽ سندس پٽ محمد سرفراز ڪلهوڙي جي دربار جو خوشنويس هو. ستن ئي قلمن جو ماهر هو ۽ سندس زماني ۾ ڪو به سندس ثاني ڪونه هو.

**تاج محمد:** هي ميان حبيب الله خوشنويس جو فرزند هو ۽ مير قانع جو همعصر هو. پنهنجي وقت جو بهترين خوشنويس ۽ خطاط هو.

**ميان محمد عالم بن ميان محمد پناهه 'مقتوح اليدين':** ميان محمد عالم سنڌ جي ڪلهوڙن جو ڪاتب هو. ميان سرفراز لاءِ سندس لکيل تعقيبات جو ڪتاب گهڻو ناياب آهي. مقتوح اليدين انهي ڪري چيو وڃي ٿو ته هن جا چوري جي الزام ۾ ٽالپرن هٿي هٿ ڪپرائي ڇڏيا، جنهن ڪانپوءِ هي قلم ٻانهن ۾ ٻڌي ڪتابت ڪندو هو. هٿ ڪپجڻ ڪانپوءِ وارا به لکيل ڪتاب گهڻا ناياب اٿس.

ٽالپر حاڪمن، مير فتح علي خان ۽ مير غلام علي خان جي دربار جو خوشنويس ۽ ڪاتب هو. هن مير فتح علي خان جي نالي 'تذڪره رياض الشعراءَ'، علي قلي خان جي ڪتاب جو هڪ نسخو تاريخ 10 جمادي الاول 1219هه/ 1804ع ڌاري، سهڻي خط ۾ لکي مڪمل ڪيو.

**احسن ڪربلائي:** مرزا گل حسن بيگ احسن ڪربلائي پنهنجي دور جو بهترين ڪاتب هو. هو خط نسخ ۽ خط نستعليق جو ماهر هو. ڪيترائي ڪتاب ۽ مرثين جا بياض سندس هٿ اکراج به سندس فرزند مرزا نجم الحسن وٽ محفوظ آهن.

**مرزا محمد شيرازي:** هي مير ڪرم علي خان جي دربار جو ڪاتب ۽ خوشنويس هو. هن مٿئين ساڳئي ڪتاب جو نقل 1238هه/1822ع ۾ لکيو هو. سندس خط تمام سهڻو هو.

**سيد علي ابن سيد حسن شيرازي:** هيءُ پڻ ميرن جي دؤر جو خطاط ۽ خوشنويس ٿي گذريو آهي. هن مير نور محمد خان بن مير مراد علي خان جي ديري واسطي سهڻي خط ۾ قرآن ڪريم جو هڪ نسخو 1253هه/ 1837ع ۾ لکيو هو.

**مرزا حسن شيرازي ڪاتب:** هن محمد محسن ٺٽويءَ جي ڪتاب 'حمل حسيني' جو نقل مير صاحبن جي چوڻ تي ڪيو. هن انهيءَ ڪتاب جو نقل 1228هه/1813ع ۾ پورو ڪيو.

**سيد محمد جعفر بن سيد باقرالحسيني:** قرآن ڪريم ۽ 'ڪليات جامي' جا نقل ڪيل هن جا نسخا، حسن خط جي لحاظ کان پنهنجي دور جا بي نظير نسخا آهن، جيڪي مير نور محمد خان جي ڪتبخاني جي زينت هئا.

**ڪاتب مير حسين نقاش علي:** هي سنڌ جي آخري تاجدار مير نصير خان جي دربار جو ڪاتب ۽ خوشنويس هو. هن مير صاحب جي ڪتاب 'مختار نامه' جو نقل ڪيو هو.

**ميان ڪمال الدين ۽ ميان حاجي حسن بخش خان:** ميان ڪمال الدين پڻ مير نصير خان جي دربار جو مشهور ڪاتب هو. هي مياڻيءَ جي جنگ ڪانپوءِ ميرن سان گڏ قيد ٿي ڪلڪتي ويو. اتي ئي شادي ڪيائين. ميان کي ان گهر مان اولاد به ٿيو. جو اتي رهي پيو. سندس پٽ، ميان حاجي حسن بخش، مير حسن علي خان جو ڪاتب هو. هن شاهه ڪريم جو رسالو سهڻي خط ۾ لکيو هو.

**پير علي اصغر شاهه:** هي بزرگ سنڌ جي نامور راشدي خاندان مان ٿي گذريو آهي. ڪيترن ئي علمن جو جامع هو. پير صاحب پنهنجي وقت جو بهترين شاعر، نقاش ۽ خطاط هو. 1363هه/1943ع ۾ وفات ڪيائين.

**ميرزا قاسم علي بيگ:** ميرزا صاحب هزهائينس مير محمد حسن علي خان ٽالپر جو مصاحب هو. هي خطاطيءَ جي فن جو ماهر هو. اڪثر مرثين جا بياض ۽ ديني ڪتاب نقل ڪندو هو. هو خط ريحان، خط نسخ ۽

خط نستعليق جو ماهر هو. سندس طغرا خط ريحان ۾ لاجواب لکيل آهن. باذل جو لکيل ’حمله حيدري‘ سندس خط ريحان ۾ تمام ناياب آهي.

**ميرزا قربان علي بيگ:** هي هزهائينس مير علي نواز خان ٽالپر ۽ هز هائينس حاجي مير نور محمد خان ٽالپر جو مصاحب ۽ ڪاتب هو. مير حسن علي خان ٽالپر جي ’ڪليات‘ ٽن جلدن ۾ سندس هٿ اکر خط نسخ ۾ ٽالپرن جي ڪتبخاني ۾ محفوظ آهي. ان ڪانسواءِ ڪيترائي فارسي، اردو ۽ سنڌي نثر توڙي نظم جا ڪتاب خط نسخ ۽ خط نستعليق ۾ لکيا اٿس جيڪي اڄ سندس اولاد وٽ محفوظ آهن.

**ميرزا امام علي بيگ:** هي حيدرآباد جي ٽالپرن جو ڪاتب هو. مير عبدالله خان ٽالپر هن کان مير حسن علي خان ٽالپر جا مرثيه ۽ منقبت ٽن جلدن ۾ خط نسخ ۾ لکرايا. جن تي ميناڪاريءَ جو ڪم به ڪاتب جو ٿيل آهي. سون جي مس ناهي سونا اکر لکڻ جو ماهر هوندو هو. ان ڪانسواءِ مصور پڻ هو. بمبئي مان ڪيس مصوري ۽ خطاطيءَ تي 1912ع ۾ انعام ۽ سرٽيفڪيٽ مليا، جيڪي اڄ به سندس اولاد وٽ محفوظ آهن.

حيدرآباد شهر ۾ ڪلهوڙن ۽ ميرن جي قبن ۽ مقبرن تي ڪيترائي ڪتبا ۽ قرآن شريف جون آيتون لکيل ملن ٿيون. مير محمد خان ۽ مير ڪرم علي خان جي قبن ۾ خطاطيءَ ۽ خوشنويسيءَ جا نادر نمونا ملن ٿا. انگريزن جي دؤر ۾ هيءُ فن نون علمن ۽ هنرن جي ڪري وڌيڪ اُسري نه سگهيو. انهيءَ ڪري عام ماڻهن هن فن ڏانهن گهٽ توجهه ڏنو. انگريزن جي اوائلي دؤر ۾ جڏهن اڃا ڇاپخانا ڪين هئا، تڏهن جا اوائلي ڪتاب اڪثر بمبئيءَ ۾ ليٿو پريس ۾ شايع ٿيندا هئا. انهن سنڌي ڪتابن جي ڪتابت لاءِ سنڌي ڪاتب ڪم ڪندا هئا. انهن ڪاتبن مان احمد سمي ۽ محمد سمي جا نالا گهڻو مشهور آهن. انهن جي هٿ جا لکيل ڪتاب ۽ قرآن مجيد، ڪريمي پريس بمبئيءَ وارن جا ڇاپيل هوندا هئا.

موجوده دؤر ۾ جن ماڻهن خطاطيءَ ۾ نالو ڪيو آهي، تن ۾ گل محمد کتري، ظفر ڪاظمي، اڪبر سومرو، ع. ق. شيخ، فتاح هاليپوٽو، محمد علي پٽي، راز ناٿن شاهي، خدا بخش ابڙو، منور ابڙو، فيض محمد پتافي، هرجي لال، ڪپتان ابڙو جا نالا اهم آهن.

**سنڌ جون ڍنڍون (ڪتاب):** سنڌ جي ڍنڍن بابت هي معلوماتي ڪتاب، اديب ۽ محقق عزيز رانجهاڻيءَ جي تصنيف آهي. ڪتاب جو انتساب، ليکڪ پنهنجي ماءُ ۽ پيءُ جي نالي ڪيو آهي. ڪتاب جي ابتدا ۾ بدر ابڙي ’عزيز رانجهاڻي- سنڌ جي صحرائن ۽ پاڻين جو عاشق‘ ۽ اشتياق انصاريءَ ’اهم دستاويز‘ جي سري هيٺ تفصيلي نوٽ لکيا آهن. جنهن بعد ليکڪ ’سنڌ جون ڍنڍون- هڪ سفر جي ڪٿا‘ عنوان سان سنڌ جي ڍنڍن، ماڳن مڪانن، تفريحي هنڌن جو مشاهدو، هيٺ ڍنڍن، ماڳن مڪانن ۽ ٻين تفريحي




جاين جو اکين ڏٺو حال اوريو آهي ۽ انهن جي مشاهدي ۽ سفر دوران آيل ڏکيائين جو ذڪر ڪيو آهي. ليکڪ هن ڪتاب ۾ ڍنڍ جي وصف، ڍنڍن جا قسم، ڦاٽ ۽ ڍورا، سنڌ جي ڍنڍن، مڇيءَ جي قسمن، مڇي مارڻ لاءِ ڪتب ايندڙ ڄرڻ، ڏيهي ۽ پرڏيهي پکين، منڇر ڍنڍ ۾ پيدا ٿيندڙ ولين ۽ گاهن، ٻيڙين جي نمونن، منڇر ڍنڍ جي آسپاس جي منظرن، منڇر ۾ چوڙ ٿيندڙ نئين، مهاڻن، ٻوڏن، پکين ۽ مڇيءَ جي شڪار، مڇيءَ جي واپار، پکين جي قسمن، ڍنڍن تي ٿيندڙ تفريح، سنڌ جي ڍنڍن جي ترقي ۽ تحفظ لاءِ سرڪاري اپائن ۽ پاڪستان جي ڪجهه اهم ۽ تفريحي ڍنڍن سان گڏ دنيا جي ڪن مشهور ڍنڍن کان سواءِ رامسر ڪنوينشن ۽ ان ۾ شريڪ ٿيندڙ ملڪن جو تفصيلي ذڪر آهي. ان کان سواءِ هن سنڌ جي آبي ماڳن جي لسٽ به ڏني آهي. ڪتاب جي بئڪ ٽائٽل تي ليکڪ ۽ ڪتاب بابت نصرت عزيز جو انگريزي نوٽ ڏنو ويو آهي.

ڊيمي سائيز جي رنگين ٽائيٽل سان 320 صفحن تي مشتمل هي ڪتاب، ڪويتا پبليڪيشن، حيدرآباد 2011ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو ۽ ڪتاب جي قيمت 350 روپيا آهي.

**سنڌ جي تباهيءَ بابت عمادالملڪ جو مرثيو:** جڏهن ميان عبدالنبي ڪلهوڙي جي دعوت تي مدد خان پٺاڻ سنڌ تي ڪاهه ڪئي ته هن جي ڦرلٽ سنڌ ۾ وڏي تباهي مچائي ڇڏي. دهليءَ ۾ نادر شاهه ۽ عراق ۾ هلاڪوءَ به اهڙي تباهي نه مچائي هئي. عمادالملڪ سنڌ ۾ اچي جڏهن هن تباهيءَ جا هولناڪ منظر ڏٺا ته هن هڪ اهڙو دردناڪ مرثيو چيو جهڙو شيخ سعدي شيرازيءَ بغداد جي تباهيءَ تي چيو هو.

عمادالملڪ جو اصل نالو مير شهاب الدين عماد الدوله ۽ تخلص ’نظام‘ هو. ڪيس ’غازي الدين خان ثالث‘ جو خطاب پڻ مليل هو هي سنڌ ۾ 1195هه/1782ع ۾ آيو ۽ 76 سالن جي ڄمار ۾، 1215هه/1800ع ۾ وفات ڪيائين. عمادالملڪ مغل سلطنت جو وزير هو. سنڌ جي تباهيءَ تي سندس فارسي مرثيي جو ترجمو هيٺ پيش ڪجي ٿو:

درسند چه فتنه و بلا شد
گوئي که قيامتي بپاشد

(سنڌ ۾ ڪهڙو فتنو برپا ٿيو ۽ ڪهڙي مصيبت نازل ٿي، لڳي ٿو ته قيامت اچي وئي.)

چون سندکه مامن جهان بود
اي آه! گويمت چها شد

(جيئن سڄي سنڌ دنيا لاءِ امن جي جاءِ هئي، آءٌ ڇا چوان ته ان جو ڪهڙو حال ٿي ويو.)

هر خانه بخاک شد برابر
هر صاحب دولتي گدا شد

(هر گهر لٽجي ويران ٿي ڀَٽ ٿي ويو، هر دولتمند ماڻهو فقير ٿي ويو.)

هر تاجوري برهنه سرگشت
هرماه سري برهنه پاشد

(هر اهو شخص جنهن جي سر تي تاج هئي سو لباس کان محروم ٿي ويو.

هر چند جهڙي صورت وارو پيرن اگهاڙو ٿي ويو.)

تا ناموران بہ بند رفتند

سر رشتہء صبر دل رهاشد

(ڪيترائي نامور ماڻهو قيد ٿي ويا، دل مان صبر جو پيمانو ختم ٿي ويو.)

مادرِ زپسر، پسرز مادر

سراز تن و تن ز سرجدا شد

(ماءُ پٽ کان، پٽ ماءُ کان وڇڙجي ويو، سر ڌڙ کان ۽ ڌڙ سر کان جدا ٿي ويو.)

منعم پئي مشتِ آرد يڪ سير

سرگردان هم چو آسياشد

(دولتمند ماڻهو مُٺ اٽي لاءِ جنڊ وانگر سرگردان ٿيڻ تي مجبور ٿي ويا.)

گل رويان را زخارِ صحرا

خونِ ڪف پاي خود حناشد

(گلن جهڙن چهرن وارن جي اهڙي حالت آهي، جو جهنگ جي ڪنڊن لڳڻ سبب خود سندن پيرن جو رت انهن لاءِ ميندي ٿي وئي.)

هر پرده نشين ڪُنج عصمت

بي برقع و معجر و رداشد

(هر پرده نشين پارساءِ نيڪ عورت برقعي، چادر ۽ پوتي کان محروم ٿي وئي.)

زرها بہ نثارِ حفظِ جان رفت

جانها بر آبرو فدا شد

(مال و دولت زندگين جي حفاظت لاءِ قربان ڪرڻي پئي، جانيون عزت ۽ آبروءَ جي حفاظت ۾ فدا ٿي ويون.)

رفت ازهم هرچہ درگره بود

زين گونہ فلڪ گره ڪشا شد.

(ماڻهن جي هڙن ۾ جيڪي ڪجهه هو سو ڦرجي ويو، آسمان اهڙي طرح پئي تماشو ڏنو.)

يڪ ظلم نہ شدڪہ شد دو صد ظلم

يڪ ڪار نہ شدڪہ ڪار هاشد

(هڪڙو ظلم نہ بلڪ هتي ٻہ سئو ظلم ٿيا، هڪ ڪم نہ بلڪ گهڻائي ڪم (بيهوده) ٿيا.)

براهلِ زمين عجب بلائي

يڪ مرتبہ نازل از سماشد

(زمين وارن تي عجيب مصيبت اچانڪ آسمان کان نازل ٿي وئي.)

دل خون شد زين ستمگري چند

هر چندڪ جملہ از قضاشد

(انهن چند ظالمن (ميان عبدالنبي ۽ مدد خان) هٿان دل خون ٿي وئي، جيتوڻيڪ اهو چئبو تہ، جيڪي ڪجهه ٿيو سو قضا جي حڪم سان ٿيو.)

بي ستريء طرفہ آه! صد آه!

بر سيدها و پارسا شد

(افسوس صد افسوس، ڇا چئجي، سادات ۽ پاڪدامن مستورات جي ڪيتريقدر اگهاڙپ ٿي.)

از امتِ مصطفيٰ چہ ظلمي

امروز بر آل مصطفيٰ شد

(حضرت محمد مصطفيٰ صلي الله عليہ وسلم جي امت هٿان اڄ آل محمد عليهم السلام تي ڪهڙو ظلم ٿيو.)

امروز پس از هزارو صد سال

احوالِ عراق رونما شد

(اڄ يارهن سون سالن کانپوءِ، عراق (ڪربلا) جهڙي حالت پيدا ٿي وئي.)

جستم چو 'نظام' سال تاريخ

از هاتف غيبي ام ندا شد

(اي نظام! مون هن واقعي جي تاريخ معلوم ڪئي تہ غيب مان هاتف هي جواب ڏنو.)

ڪاي بنده اهلبيت بشنو

هيهات ڪ سند ڪربلا شد

(اي اهلبيت جا غلام، ٻڌ، افسوس جو سنڌ مثل ڪربلا ٿي وئي.)

هي مرثيو منشي ٽوپڻ مل جي لکيل ڪتاب 'تاريخ سنڌ' ۾ نقل ٿيل آهي. آخري مصرع مان واقعي جو صحيح سن نٿو نڪري. هڪ ٻئي فارسيءَ جي شاعر انهي تباهيءَ ۽ مدد خان بابت هيٺين ماده تاريخ چئي آهي:

بشر بُود رفت

(1194هه/1780ع)

## سنڌ جي ميلن جي ڏسٽي:

سنڌ جي ڌرتيءَ تي ڪيترن ئي صوفين بزرگن ۽ ولين جون درگاهون آهن، جن هن ڌرتيءَ جي سماجي، تاريخي، ثقافتي ۽ مذهبي ترقيءَ ۾ اهم ڪردار ادا ڪيو آهي. اهڙن درويشن، فقيرن ۽ اوليائن جي ڪوشش اسلام جي ثقافتي ۽ تاريخي سرمائي ۽ انتظامي رواداريءَ سنڌ ۾ رهندڙ اقليت کي اڪثريت ۾ بتدريج تبديل ڪري ڇڏيو. ان جو خاص سبب سنڌ جي ڌرتي جي چپي چپي تي اوليائن ۽ درويشن جي موجودگي آهي. درويشن ۽ اوليائن جي ڪردار ۽ ڪوششن سان سنڌ جي معاشرتي حالتن ۾ جيڪا تبديلي آئي ان کي مسلمان توڙي غير مسلم رهواسي بہ فراموش ڪري نہ سگهيا آهن ۽ هر ايندڙ نسل انهن خاڪ نشينن ۽ گودڙي پوش درويشن کي وڏي عزت جي نگاهن سان ڏسندو آهي.

سنڌ جي ڪنڊ ڪڙڇ ۾ ڪيترائي ڪامل درويش موجود آهن، جن جي عمل، عرفان، رواداري، مساوات، محبت ۽ سخاوت جي بي مثال شمعن هن ديش کي روشن ڪيو. هنن هستين سنڌ جي رهواسين کي انسانيت جو سبق ڏنو. جنهن سان انسان دوستي جو پيغام هر هنڌ پکڙيو. درويشن جي هم گير شخصيتن هر عام ماڻهو کي بنا مذهبي فرق جي پاڻ ڏانهن متوجہ ڪيو. جنهن ڪري لاتعداد ماڻهو سندن فيض حاصل ڪرڻ سندن آستانن ۽ آرمگاهن تي حاضري ڀرڻ لڳا ۽ اتان فيض حاصل ڪري پنهنجي روحاني زندگي اجاگر ڪرڻ لڳا.

ميلو لفظ 'ميل ملاقات' مان نڪتل آهي. ائين ڪٺي ٿيڻ چئجي تہ

عوام جي ملڻ ۽ هڪ جاءِ تي گڏ ٿيڻ کي 'ميلو' چئبو آهي. سنڌ جي نامور محقق، استاد ۽ دانشور ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ پنهنجي مشهور ڪتاب "جامع سنڌي لغات" جي پنجين جلد جي صفحي نمبر 2759 تي "ميلي" لفظ جي معنيٰ "عوام جو مجموعو، ماڻهن جو ميڙاڪو ۽ اوليائن جي مقرر ڏينهن تي گڏ ٿيڻ" لکيو آهي. سنڌ جي تاريخ ۾ صدين کان اهو رواج هلندو رهيو آهي ته بزرگن، اوليائن ۽ صوفين جي وفات واري ڏينهن تي سندن اولاد، مريدن، معتقدن طرفان خاص طور سال ۾ هڪ ڀيرو ماڻهن جي ميڙاڪي جو بندوبست ڪيو ويندو آهي. ٻين لفظن ۾ ائين ڪٺي چئجي ته ميلو لڳرايو ويندو آهي، جنهن ۾ ادبي ۽ ثقافتي پروگرامن سان گڏ، موسيقيءَ جو پروگرام ۽ راڳ رنگ جي محفل پڻ منعقد ڪئي ويندي آهي. ادبي رهاڻ ۾ جڳ مشهور اديب مضمون ۽ مقالا پڙهندا آهن ۽ شاعر پنهنجا شعر پڙهي علمي دوستن کان داد حاصل ڪندا آهن. راڳ رنگ جي محفل ۾ مشهور راڳي فنڪار راڳ ڳائي عوام جي دلين کي موهيندا آهن. انهن موقعن تي ملاڪڙو منعقد ڪرائي ماڻهن جي تفريح جو سامان مهيا ڪيو ويندو آهي. ائين ڪٺي چئجي ته ميلن جي سجاڻ ملاڪڙو هوندو آهي، جيڪو ميلن جي مقرر ڪيل ڏينهن ۾ عوام جي وڏي دلچسپيءَ جو ڪارڻ هوندو آهي. سنڌ جي ڪنڊ ڪڙڇ جا ملهه ۽ وڏا وڏا ناميارا پهلوان ملاڪڙي کي رونق بخشڻ لاءِ ملهه پهلوانن جا ٻه ٽولا يا گروپ مشهور آهن. جيڪي هڪ ٻئي جي مدِ مقابل زور آزمائي ڪندا آهن. انهن مان هڪ ٽولي کي 'لاڙ جا ملهه' ۽ ٻئي کي 'اتر جا ملهه' چوندا آهن. ٻنهي گروپن ۾ وري چئن درجن جا ملهه هوندا آهن. جن کي پهرين، ٻئي، ٽيئن ۽ چوٿين جوڙ جا ملهه سڏيو ويندو آهي. ميلي ۾ گهوڙن، اٺن ۽ ڍڳن جي ڊوڙ پڻ منعقد ڪئي ويندي آهي. پوڙهن، ٻڪن ۽ ٻارن جي تفريح ۽ دلچسپيءَ لاءِ وڏي تعداد ۾ مِنايِن، ڪاٺ جي شين، رانديڪن، عورتن جي سينگار جي سامان جا وڏا وڏا دڪان ۽ عوام کي کاڌ، خوراڪ مهيا ڪرڻ لاءِ هوٽل ۽ تفريح لاءِ سرڪس لڳندا آهن. مطلب ته چند ڏينهن لاءِ ٻر ۾ بازاريون لڳي وينديون آهن. سنڌ ۾ 'ميلو' عوام کي بهترين تفريح مهيا ڪرڻ جو وسيلو هوندو آهي.

سنڌ ۾ ٻن قسمن جا ميلا لڳندا آهن: هڪڙا سرڪار جي نگرانيءَ ۾ لڳندڙ ميلا ۽ ٻيا عوامي ميلا. سرڪار جي نگراني ۾ لڳندڙ ميلن کي حڪومت جي پاسخاطري حاصل هوندي آهي. مثال طور حضرت لعل شهباز قلندر جو ميلو سيوهڻ شريف ۾، حضرت شاهه عبداللطيف ڀٽائيءَ جو ميلو ڀٽ شاهه ۾، غازي عبدالله شاهه جو ميلو ڪلفٽن ڪراچيءَ ۽ حضرت سچل سرمست جو ميلو درازا شريف، تعلقي گمبٽ ۾. اهڙن قسمن جي ميلن جو بندوبست سنڌ جو اوقاف کاتو ڪندو آهي ۽ ميلي جو افتتاح گهڻو ڪري سنڌ جو گورنر ۽ اختتام سنڌ جو وزيراعليٰ ڪندو آهي. اهڙن ئي ميلن ۾ ٻين تفريحن سان گڏ زرعي نمائش پڻ لڳائي ويندي آهي، جنهن ۾ سنڌ جي زراعت، هٿ جي هنرن وغيره جي سامان جي نمائش ڪئي ويندي آهي. مطلب ته جيترا ڏينهن ميلو لڳندو آهي، اوترا ڏينهن ڏورانهن هنڌن ۽ آس پاس کان ماڻهو اچي ميلو گهمندا آهن ۽ آخر ۾ گهر وارن ۽ ٻارن لاءِ سوکڙيون پاکڙيون خريد ڪري خوش خرم ٿي گهر ڏانهن موٽندا آهن.

سنڌ ۾ شروع ۾ رڳو مٿي ڏنل طريقي تي ميلن لڳائڻ جو رواج هوندو هو پر پاڪستان ٺهڻ کان پوءِ ٻيون قومون به سنڌ ۾ اچي آباد ٿيون ته پوءِ ڪن خاص هنڌن تي منعقد ٿيندڙ ميلن کي 'عرس' جو نالو پڻ ڏنو ويو. ميلي ۽ عرس ۾ اهو فرق آهي ته ميلي کي ملاڪڙي، موسيقيءَ جي محفلن، ٻارن جي تفريح لاءِ ڦرڙين ۽ چوڏولن ۽ ٻين تفريح سامانن سان سجايو ويندو آهي، جڏهن ته ڪنهن به بزرگ يا اولياءَ جي عرس جي موقعي تي سندس مزار مبارڪ تي غلاف پوشي جي رسم، حمد، نعت ۽ سماع جي محفل ۽ آخر ۾ دعا ۽ خدا ڪارڻ خيرات ڪرڻ جو رواج هوندو آهي. ميلي ۾ عوام کي جسماني ۽ ذهني راحت مهيا ڪئي ويندي آهي ۽ عرس ۾ وري عوام کي روحاني ۽ قلبي قرار جو موقعو فراهم ڪيو ويندو آهي.

سنڌ ۾ حضرت عبدالقادر جيلاني، جنهن کي 'پيران پير' ۽ 'بادشاهه پير' پڻ سڏيو ويندو آهي، کين نهايت ئي عقيدت ۽ احترام جي نگاهن سان ڏٺو ويندو آهي. پاڻ يارهين ربيع الثاني 561 هجريءَ تي رحلت فرمائي هئائون، ان ڪري ان نسبت سان يارهين ربيع الثانيءَ کي 'پير جي يارهين' پڻ چيو ويندو آهي. ان ڏينهن کي حضرت پيران پير جو اولاد، مريد ۽ عقيدتمند نهايت ئي احترام سان ملهائيندا آهن. جن هنڌن تي 'يارهين' ملهائبي آهي، اتي هزارن جي تعداد ۾ مرد، عورتون ۽ ٻار اچي گڏ ٿيندا آهن ۽ ميلي جهڙو منظر ڏسڻ ۾ ايندو آهي. سنڌ ۾ جن درگاهن يا هنڌن تي 'يارهين شريف' ملهائبي آهي، انهن جو ذڪر جدا ڪيو ويو آهي.

سنڌ جي هندو بزرگن، صوفين، سنتن پڻ پنهنجي مذهب موجب عوام جي وڏي خدمت ۽ روحاني فيض پهچايو آهي، جنهن ڪري اهڙن هستين جي دنيا جي ڇڏڻ واري ڏينهن کي پڻ ملهايو ويندو آهي ۽ انهن ڪانسواءِ ٻيا هندن جا ڪافي ميلا لڳندا آهن. جن جو ذڪر پڻ جدا ڪيو ويو آهي. هيٺ ڏنل 'ڏسڻيءَ' ۾ هر علائقي/ شهرن جي ميلن ۽ عرسن کي اسلامي مهينن ۽ هندن جي ميلن کي سنبت جي مهينن مطابق لکيو ويو آهي:

**ڪراچي جا ضلعا:**

- سيد نور علي شاهه شهيد، ٽين هٽي، جهانگير روڊ ڪراچي. 3، 4، 5، محرم (عرس).
- بابا ڪملي شاهه سهروردي، سي پي برابر سوسائٽي، ڪراچي. 22 ۽ 23 محرم (عرس).
- ملان محمد، عيسيٰ ڳوٺ وڏ، لڳ ڪراچي. 29 محرم (ميلو).
- سيد محمد شاهه سبزواري، ڪنڊي والا، لياري. 11-12 صفر (مليو).
- واجد علي شاهه، لڳ سخي حسن چورنگي، نارٿ ناظم آباد. 12- 13 صفر (عرس).

- پير آدم سومائي، ابراهيم حيدري. 27-28-29 ربيع الاول (ميلو).
- سيد محمد شاھ، دولھ سبزواري، کارو در.15-16-17 ربيع الثاني (عرس).
- سيد محمود شاھ بخاري، چنيسر ڳوٺ. 27-28-29 ربيع الثاني (ميلو).
- خواجہ محمد حسن شاھ عنايت، نارٿ ناظم آباد. 9-10-11 جمادي الاول (عرس).
- سسئي پنھون، جو ميلو ديھ سونھائي. 15-16-17 جمادي الاول عرس).
- حاجي حيرت علي شاھ وارثي، پاپوش نگر. 27-28 جمادي الاول (عرس).
- (بابا اجمل عارفي، نارٿ ناظم آباد. 18-19 جمادي الاول (عرس).
- سيد غلام نبي شاھ، المعروف "سمندري بابا"، علي آباد اسٽيل مل. 3-4 جمادي الثاني (عرس).
- سيد مهرعلي شاھ، جھونا مارڪيٽ، 23 جمادي الثاني (عرس).
- حضرت اجمل عارفي، نارٿ ناظم آباد. 28-29 جمادي الثاني (عرس).
- سيد احمد شاھ بخاري، لياري. 13-14 رجب (عرس).
- بابا شاھ جلال الدين، استاد قادريہ، حيدرآباد ڪالوني، ڪراچي. 22-23 رجب.
- سيد يوسف علي شاھ، لياري. 28-29 رجب. (عرس).
- سيد عبدالڪريم شاھ، گلشن معمار، لڳ نارو مينگل ڳوٺ، 1-2-3 شعبان (عرس).
- سيد اسماعيل شاھ غازي، درگاھ عالم شاھ بخاري، گِذري، ڪراچي، 9-10-11 شعبان (ميلو).
- سيد غائب علي شاھ غازي، ڪياماڙي. 16-17 شعبان (ميلو).
- بابا ولايت علي شاھ سبزواري، حب روڊ. 26-27-28 شعبان (ميلو).
- سيد غريب شاھ بخاري، صديق ڳوٺ، 27-28-29 شعبان (ميلو).
- بابا عبدالرحمان شاھ غازي، ايم اي جناح روڊ. 7-8-9 شوال (ميلو).
- سيد غلام علي شاھ بخاري، گذري. 15-16-17 شوال (ميلو).
- سيد الھڏنو شاھ جيلاني، ڳوٺ ابراهيم حيدري. 21-22-23 شوال (ميلو).
- سيد علي اڪبر شاھ المعروف، "حاجي پير ڪلري"، لڳ فٽبال گرائونڊ لياري.7-8 ذوالقعد (ميلو).
- سيد يوسف شاھ اميناڻي، ڳوٺ درسانو چنو 10-11-12 ذوالقعد (ميلو).
- سيد راول شاھ دولھا، مريم اسٽريٽ گارڊن ايسٽ. 14-15-16 ذوالقعد (ميلو).
- سخي سلطان المعروف "منگھو پير"، 5-6-7 ذوالحج (ميلو).
- سيد يعقوب علي شاھ چشتي، ميان صاحب قبرستان. 9-10 ذوالحج (عرس).
- صوفي گل شاھ بخاري، ڳوٺ قائم ڏوايو 13-14-15 ذوالحج (ميلو).
- سيد عبدالله شاھ غازي، ڪلفٽن. 21-22-23 ذوالحج (ميلو).
- نصير الدين ڪمال، ڊالميا قبرستان، ڪراچي سائوٽ. 21-22 ذوا حج (عرس).
- سيد جمال شاھ بخاري، کارو در. 22-23-24-25 ذوالحج (ميا ،).
- سيد مصري شاھ غازي شيرازي، گذري. 25 کان 29 ذوالحج (ميلو).

**ملير- ڪراچي:**

- تفصيل حسين شاھ وارثي، ماڊل ڪالوني.17-18-19 جمادي الاول (عرس).
- سيد مهرعلي شاھ مست، ڄام ڳوٺ، ملير. 21-22-23 جمادي الثاني (ميلو).
- سيد مصري شاھ "غوث"، ملير سٽي 22-23 جمادي الثاني (ميلو).
- حاجي علي محمد فقير، ڳوٺ هاشم خاصخيلي، لڳ ميمڻ ڳوٺ، ملير. 17-18 ذوالحج (ميلو).
- سخي جليل احمد شاھ، قلندر عليم آباد ملير توسيع ڪالوني، 27-28-29 ذوالحج (مليو).
- شاھ حسين سرڪار المعروف، "در محمد شاھ اصحابي" ڳوٺ ڪيٽ واري ملير. 27-28-29 ذوالحج (ميلو).

**حيدرآباد ضلعو:**

**حيدرآباد شھرءِ تعلقو:**

- سيد جون شاھ، پينس ڪالوني حيدرآباد. 11-12-13 محرم (عرس).
- سيد قطب شاھ جيلاني، نئون ڳوٺ هوسڙي شهر، حيدرآباد 2-3-4 صفر (ميلو).
- سيد نهال شاھ نوري، شهدادپور محلو، حيدرآباد. 3-4-5 صفر (ميلو).
- سخي نهال شاھ، لڳ جبل، هوسڙي. 5-6-7 صفر (ميلو).
- سيد نظر محمد شاھ بخاري، ڳوٺ گلو نوناري. 13-14-15 صفر (ميلو).
- سيد دادن شاھ جهانيان، ٽنڊو جهانيان، حيدرآباد. 25-26 صفر (ميلو).

سنڌ جي ميلن جي ڏسٽي

- سيد گل شاهه بخاري، پنجراپور، حيدرآباد. 26-27-28 صفر (ميلو).
- جيئي شاهه بخاري، 9 ميل شاهه بخاري ڪريم آباد، حيدرآباد، 8-9-10 ربيع الاول (عرس).
- سيد محبت علي شاهه بخاري، ڪوڪر محلو حيدرآباد 10-11 ربيع الاول (عرس).
- جيون شاهه لڪياري، بلديه ڪالوني سابق حر ڪيمپ، حيدرآباد. 28-29 ربيع الاول (عرس).
- ابراهيم شاهه بخاري، ڄامشورو تعلقو حيدرآباد 21-22-23 ربيع الاول (ميلو).
- بابو سائين مست، ڪمانگر محلو، حيدرآباد. 13-14-15 ربيع الثاني (عرس).
- سيد جلال شاهه بخاري، مير گارين، حيدرآباد 14-15-16 ربيع الثاني (ميلو).
- سخي عبدالوهاب، مولا جا قدم، حيدرآباد. 25-26-27-28-29 ربيع الثاني (ميلو).
- سيد غلام النبي شاهه بخاري المعروف، "ملنگ بابا" ٽنڊو آغا، حيدرآباد. 27-28 ربيع الثاني (عرس).
- سيد جلال شاهه مست جرار پوٽو، ڳوٺ ٻيٽارو لڳ حيدرآباد. 16-17-18 جمادي الثاني (عرس).
- داتا جمن شاهه شهيد ٽنڊو آغا، اسماعيل شاهه قبرستان، حيدرآباد. 15-16-17 جمادي الثاني (عرس).
- سيد بابن شاهه بخاري، جي او آر ڪالوني. 17-18-19 رجب (ميلو).
- سيد حاجي شاهه بخاري، ٽنڊو آغا. 17 ۽ 18 رجب (ميلو).
- سيد جلال شاهه، آستانه قادريه، پينس ڪالوني، حيدرآباد. 22-23 رجب (ميلو).
- سخي تاج محمد المعروف، "طريل بخاري" سخي پير روڊ، حيدرآباد. 22-23 رجب (عرس).
- حيدر شاهه بخاري، پريٽ آباد، حيدرآباد.5-6-7 شعبان (عرس).
- سيد محمد شاهه بخاري ٻيلائي لڳ هوسڙي.6-7-8 شعبان (ميلو).
- جهنڊن وارو بادشاهه، شهدادپور، هالا روڊ، حيدرآباد. 7-8-9 شعبان (ميلو).
- پير باغ علي شاهه، ريلوي پل وحدت ڪالوني، حيدرآباد. 10-11-12 شعبان (مليو).
- شيخ ريحان، لڳ هوسڙي. 11-12-13 شعبان (ميلو).
- سيد ابراهيم شاهه ڪاظمي، المعروف "ڦهتل پير" گلستان سجاد، قاسم آباد. 20-21 شعبان (ميلو).
- صوفي عبدالرحمان نقشبندي، لطيف آباد نمبر 10، حيدرآباد. 21-22-23 شعبان (ميلو).
- سيد ٻچل شاهه بخاري، ڳوٺ گل محمد پرهياڙ لڳ حيدرآباد. 27-28 شعبان ( ميلو).
- سيد خاڪي شاهه بخاري، ماڙيي محلو ڪاهي روڊ، حيدرآباد. 28-29 شعبان (عرس).
- حاجي شاهه بخاري، صدر، حيدرآباد. 27-28-29 شعبان (ميلو).
- سيد صالح شاهه قادري، ٽنڊو يوسف، حيدرآباد. 10-11-12 رمضان (ميلو).
- قطب جمال هنسوي، ملت آباد قبرستان، اسلام آباد، حيدرآباد. 13-14 رمضان (عرس).
- سيد محبت علي شاهه، گرلس ڪاليج، هيرآباد حيدرآباد. 3-4 شوال (عرس).
- سيد موسيٰ شاهه بخاري، لڳ ٽنڊو فضل، حيدرآباد. 5-6-7 شوال (ميلو).
- سيد عثمان شاهه بخاري، ٽنڊو مير محمود، حيدرآباد. 9-10-11 شوال (عرس).
- سيد نماڻو بادشاهه، پريٽ آباد، حيدرآباد. 11-12 شوال (عرس).
- اميدن پريو، لڳ هل ٽاپ سئنيما، حيدرآباد. 13-14-15 شوال (ميلو).
- پير فضل حسين شاهه، قاسم آباد، حيدرآباد. شوال (ميلو).
- سيد اسد علي ڪاظمي، ٽنڊو يوسف، حيدرآباد. 21-22-23 شوال (عرس).
- سيد چٽن شاهه بخاري، لڳ پوليس چوڪي ڪاهي روڊ، حيدرآباد. 23-24-25 (ميلو).
- سخي سانوڻ شاهه، چوٽڪي (چوڙڪي) گهٽي، پراڻو مڇي مارڪيٽ حيدرآباد. 27-28 شوال (ميلو).
- سيد معصوم علي شاهه، لونگ پڳت گهٽي، حيدرآباد. 2-3 ذوالقعد (عرس).
- محمود شاهه بخاري، ڪورين جو پڙ، حيدرآباد 7-8-9 ذوالقعد (عرس).
- گل امام شاهه، سگهانا المعروف "دادا — پير" پٺي پاڙو، ڦليلي حيدرآباد. 15-16 ذوالقعد (عرس).
- شاهه دنبالي سيري، ٽنڊو فضل روڊ، هوسڙي. 21-22-23 ذُوالقعد (عرس).
- سيد قطب شاهه جيلاني، نئون ڳوٺ هوسڙي. 2-3 ذوالقعد (ميلو).
- شهيد سرفراز عباسي، سرفراز ڪالوني، حيدرآباد. 7-8-9 ذوالحج (ميلو).
- شاهه مڪي، المعروف 'شاهه مڪائي' لڳ ڪچو قلعو، حيدرآباد. 8-9 ذوالحج (ميلو).
- سيد مهر علي شاهه جيلاني، ٽنڊو ولي محمد، حيدرآباد. 13-14-15 ذوالحج (ميلو).
- سيد قطب علي شاهه، المعروف" مخدوم جهانيان" ٽنڊو جهانيان، حيدرآباد. 15-16-17 ذوالحج.

- سيد جڙيل شاهه جيلاني، ٽنڊو آغا، حيدرآباد. 27- 28 ذوالحج (عرس).
- سائين غني بابا، لڳ جيمخانا، حيدرآباد. 27-28 ذوالحج (عرس).
- سائين طولڙي بابا، هالاناڪو، حيدرآباد. 28-29 ذوالحج (عرس).

**مٽياري شهر ۽ تعلقو:**

- سيد ابن شاهه نقوي، ڳوٺ نوبت مري، تعلقو مٽياري. 17-18-19 صفر (ميلو).
- سيد اسماعيل شاهه جيلاني، ڳوٺ مينهون لڳ عثمان جي هٽڙي. 17-18-19 صفر (ميلو).
- سيد محبت علي شاهه بخاري لڳ عثمان شاهه هٽڙي. 19-20-21 صفر (ميلو).
- سيد لطيف شاهه، لڳ هوسڙي، تعلقو مٽياري. 21-22-23 صفر (ميلو).
- سيد ديدار علي شاهه، جرار پوٽا لڳ مٽياري. 2-3-4 صفر (ميلو).
- سخي هاشم شاهه، مٽياري شهر. 12-13-14 ربيع الاول (ميلو).
- پير الهيار شاهه، مٽياري شهر. 21-22-23 ربيع الاول (ميلو).
- سخي سرور شاهه، تاجپور لڳ مٽياري. 23-24-25 ربيع الاول (ميلو).
- سيد موسيٰ شاهه بخاري، ڳوٺ ٽنڊو بهاول لڳ مسو پرڳڙي، 12-13-14 جمادي الاول (ميلو).
- سيد ٺارو شاهه، ڳوٺ ڀريون لڳ مٽياري. 16-17-18 جمادي الثاني (ميلو).
- سيد عبدالله شاهه جيلاني، ڳوٺ واڏڪي وسي لڳ مسو پرڳڙي، 5-6-7 رجب (ميلو).
- سيد اميد علي شاهه هاشمي، لڳ مٽياري. 7-8-9 رجب (ميلو).
- سيد شاهه محمد شاهه، ڳوٺ مسو پرڳڙي. 17-18-19 رجب (ميلو).
- قاضي پير قاسمي، ڳوٺ جڪريجا، لڳ واڏڪي وسي. 1-2-3 شعبان (ميلو).
- شاهه موسيٰ بخاري، ڳوٺ ٽنڊو بهاول لڳ مسو پرڳڙي. 27-28-29 شعبان (ميلو).
- جاني شاهه شهيد، ڳوٺ دليل مگريو لڳ مسو پرڳڙي. 27-28-29 شعبان (ميلو).
- پير قاسم شاهه گهوٽ، ڳوٺ ڀيلا، لڳ مٽياري. 29-30 شوال (ميلو).
- سيد مقيم شاهه، ڳوٺ ڪيبر، تعلقو مٽياري. 15-16-17 ذوالحج (ميلو).
- سيد جمن شاهه، ڳوٺ ڪوٽ فيروز شاهه، تعلقو مٽياري، 16-17-18 ذوالحج (ميلو).

**هالا تعلقو ۽ شهر:**

- سهائو فقير، ڳوٺ ٻاروچو باغ، تعلقو هالا. 26-27-28 محرم (ميلو).
- محمد فقير ڪتياڻ، ڳوٺ سليمان ڪتياڻ، تعلقو هالا. 7-8-9 صفر (ميلو).
- فقير نوح هوٿياڻي، ڳوٺ نوح هوٿياڻي، تعلقو هالا. 28-29 صفر (ميلو).
- روحل فقير، ڳوٺ ڪنڊڙي، تعلقو هالا. 2- ربيع الاول (ميلو).
- ملوڪ فقير، ڳوٺ سعيد آباد، تعلقو هالا. 27-28-29 ربيع الثاني (ميلو).
- سومر فقير هنگورو، ڳوٺ محمد هنگورو لڳ سعيدآباد. 5 جمادي الاول (ميلو).
- عبدالرحمان شاهه جيلاني، ڳوٺ باگو رند، لڳ هالا، 14-15-16 رجب (ميلو).
- سيد احمد شاهه، ڳوٺ ونجهيري، تعلقو هالا، 19-20-21 رجب (ميلو).
- سيد فتح محمد شاهه، نوان هالا. 7-8-9 شوال (ميلو).
- مخدوم محمد نوح سروري، نوان هالا، پهريون سومر رجب ۽ ذوالحج (عرس).
- ڪاهوڙي فقير، ڳوٺ بنگلو لڳ ڪرم خان نظاماڻي تعلقو هالا. 13-14-15 شوال (ميلو).
- درويش عجيب شهيد، ڳوٺ موسيٰ ڪتياڻ، هر مهيني جي 27 تاريخ.

**ٽنڊو الهيار شهر ۽ تعلقو:**

- پاڪ سنگهار، ٽنڊوالهيار شهر. 10-11-12 صفر (ميلو).
- پير اشرف شاهه، ڪامارو شريف. 13-14-15 ربيع الاول (ميلو).
- محمد شاهه چاموٽ، اڏيرو لعل. 3-4-5 ربيع الثاني (مي او).
- ميان عبدالحميد بوچ، مڪان شريف، لڳ شيخ پرڪيو 9 ربيع الثاني (عرس).
- سيد مشرف حسين درباري، ٽنڊوالهيار شهر. 16-17 ربيع الثاني (ميلو).
- سيد اسماعيل شاهه بخاري، ڳوٺ وهاب شاهه 17-18-19 ربيع الثاني (ميلو).
- سيد شير محمد شاهه جيلاني، درگاهه گاجيلو شريف، تعلقو ٽنڊوالهيار. 13-14-15 جمادي الاول (ميلو).
- سيد محبت علي شاهه بخاري، ڳوٺ مراد آباد، لڳ ٽنڊوالهيار. 21-22-23 جمادي الاول (ميلو).
- فقير محمد حسين شاهه لڪياري، ٽنڊوالهيار شهر. 21-22-23 جمادي الاول (ميلو).
- سيد حاجن شاهه بخاري، ملان ڪاتيار. 25-26-27 جمادي الثاني (ميلو).
- سيد مراد شاهه جيلاني، ڳوٺ شيخ پرڪيو، تعلقو ٽنڊوالهيار. 3-4-5 رجب (ميلو).
- ميوو مشائخ، ڳوٺ مشائخ هوٿي تعلقو ٽنڊوالهيار. 4-5-6 رجب (ميلو).

- سيد حيدر شاهه، لڳ اڏيرو لعل. 7-8-9 رجب (ميلو).
- مير فيض محمد ٽالپر، ڳوٺ چڪي، تعلقو ٽنڊوالهيار. 8-9-10 رجب (ميلو).
- صوفي عنايت الله ڏنڊائي، ڳوٺ پير علي بخش شاهه. 11-12 شعبان (ميلو).
- قلندر قائم الدين قريشي، ڳوٺ بڪيرا شريف، 12-13-14 شعبان (ميلو).
- سيد باغو شاهه بخاري، ٽنڊوالهيار شهر. 18-19-20 شعبان (ميلو).
- شيخ ريحان علوي قادري، ڳوٺ شيخ ريحان. 7-8-9 شوال (ميلو).
- شاهه عيسيٰ مروندي، اڏيرو لعل شيخ اسٽيشن لڳ ڏهه- موري. 13-14 شوال (ميلو).
- مخدوم پير ولايت علي ، بڪيرا شريف. 13-14-15 شوال (ميلو).
- سخي موج درياهه شاهه، لڳ ٽنڊوالهيار. 21-22-23 شوال (ميلو).
- شيخ طاهر المعروف" اڏيرو لعل" ڳوٺ اڏيرو لعل. 2-3-4 ذوالقعد (ميلو).
- سيد درياهي شاهه، ڳوٺ ننگر وسان، تعلقو ٽنڊوالهيار. 13-14-15 ذوالعقد (ميلو).
- سيد صالح شاهه جيلاني، اڏيرو لعل. 27-28-29 ذوالقعد (ميلو).
- سيد احمد شاهه جيلاني، ڳوٺ چڪي، تعلقو ٽنڊوالهيار. 7-8-9 ذوالحج (ميلو).
- احمد شاهه، محمد شاهه، ڳوٺ پيارو لنڊ، تعلقو ٽنڊوالهيار. 13-14-15 ذوالحج (ميلو).
- احمد عطائي ترڪ، ديهه ڪوڪر، تعلقو ٽنڊوالهيار. 17-18-19 ذوالحج (ميلو).
- سيد عيسن شاهه بخاري، لڳ اڏيرو لعل. 23-24-25 ذوالحج (ميلو).
- وتايو فقير، لڳ ٽنڊوالهيار. 24-25 ذوالحج (ميلو).

**ٽنڊو ڄام شهر ۽ تعلقو:**

- سيد جمن شاهه رضوي، نصرپور. 29-20-21 محرم (ميلو).
- مصري شاهه، نورل شاهه لڳ ٽنڊو فضل. 1-2-3 صفر (ميلو).
- سيد مصري امام، نصرپور. 5-6-7 صفر (ميلو).
- محمد فقير ڪٽياڻ، لڳ ٽنڊو ڄام. 7-8-9 صفر (ميلو).
- درگاهه ستياري شريف، تاجپور، 13-14-15 صفر (ميلو).
- سيد بلال شاهه، ڳوٺ پليجاڻي. 25-26-27 صفر (ميلو).
- دولهه درياهه خان، ڳوٺ بيگهن گهانگهرو. 7-8-9 ربيع الثاني (ميلو).
- سيد نور شاهه بخاري، ٽنڊوڄام شهر. 21-22-23 ربيع الثاني (ميلو).
- سيد جيوڻ شاهه جيلاني، گهانگهرا موري. 14-15-16 رجب (ميلو).
- سيد شاهه مراد، ٽنڊو قيصر. 25-26-27 رجب (ميلو).
- سيد فقير علي شاهه جهانيان، لڳ ٽنڊوڄام. 27-28 رجب (ميلو).
- سيد فخر علي شاهه، "جتي- ستي"، ٽنڊوڄام شهر. 7-8-9 شعبان (ميلو).
- سيد چنڻ شاهه بخاري، ڳوٺ مريد سپيو. 21-22-23 شعبان (ميلو).
- سيد عبدالله شاهه بخاري، ڳوٺ مريد سپيو. 12-13-14 شعبان (ميلو).
- رڪن پير، لڳ ٽنڊوڄام. 27-28-29 شعبان (ميلو).
- شيخ سومار شاهه، ڳوٺ سومار شاهه، لڳ ٽنڊو فضل. 1-2-3 رمضان (ميلو).
- نواب ولي محمد لغاري تاجپور. 4-5-6 شوال (ميلو).
- ميوو شاهه عنايت، نصرپور. 5-6-7 شوال (ميلو).
- موسيٰ شاهه بخاري، لڳ ٽنڊو فضل. 10-11-12 شوال (ميلو).
- شاهه الياس، المعروف "جيئي شاهه" لڳ الهڏنو سانند. 11-12-13 شوال (ميلو).
- قيصر گهوٽ، ڳوٺ ٽنڊو قيصر. 19-20-21 شوال (ميلو).
- سيد ڏنل شاهه بخاري، ڳوٺ شاهپور درپور، لڳ ٽنڊوڄام. 9-10-11-12 ذوالقعد.

**ٽنڊو محمد خان شهر ۽ تعلقو:**

- سيد عبدالفتاح شاهه بخاري، ٽنڊو محمد خان شهر. 13-14-15 صفر (ميلو).
- سيد حاجن شاهه حسيني، ملان ڪاتيار، تعلقو ٽنڊو محمد خان. 21-22-23 صفر (ميلو).
- سيد نانگو شاهه، ٽنڊو محمد خان شهر. 23-24-25 صفر (ميلو).
- سيد حاجن شاهه بخاري، لڳ ملان ڪاتيار، تعلقو ٽنڊو محمد خان. 25-26-27 جمادي الثاني (ميلو).
- سيد نظر محمد شاهه دولها، ٽنڊو محمد خان شهر. 12-13-14 رجب (ميلو).
- پير مدار شاهه جيلاني، ڳوٺ قبولپور تعلقو ٽنڊو محمد خان. 22-23-24 رجب (ميلو).
- شيخ محمد شاهه، لڳ ڊيڊي سجاول روڊ، ٽنڊو محمد خان. 27-28-29 رجب (ميلو).
- سيد در محمد شاهه، المعروف 'درو شاهه'، ٽنڊو محمد خان. 27-28-29 رجب (ميلو).
- سيد مهر شاهه جيلاني، ٽنڊو محمد خان شهر. 9-10-11 شعبان (ميلو).
- ميون محمد اسحاق ملان، ملان ڪاتيار، تعلقو ٽنڊو محمد خان، 12-13 شعبان (ميلو).
- سيد اسماعيل شاهه بخاري، ملان ڪاتيار، تعلقو ٽنڊو محمد خان، 27-28-29 شعبان (ميلو).
- شيخ سمون، ڳوٺ ڊنڊي، تعلقو ٽنڊو محمد خان. 1-2-3 شوال (ميلو).
- جيئي شاهه جيلاني، ڳوٺ سعيد متو لڳ ٽنڊو محمد خان 2-3-4 شوال (ميلو).
- شاهه عبدالڪريم، بلڙي شريف، 7-8-9 ذوالقعد (ميلو).
- سيد محسن شاهه رضوي، ٽنڊو محمد خان شهر. 15-16-17 ذوالقعد (ميلو).

- سيد اصغر شاهه جيلاني، ڳوٺ پٽ پيري، تعلقو ٽنڊو محمد خان، 21-22-23 ذوالقعد (ميلو).
- سيد برهان شاهه حسيني، ڳوٺ ٽڪڙ، تعلقو ٽنڊو محمد خان، 27-28-29 ذوالقعد (ميلو).
- سخي شاهه بحران اسٽيشن گرائونڊ، ٽنڊو محمد خان. 1-2-3-4 ذوالحج (ميلو).

**دادو ضلعو:**

**دادو شهر ۽ تعلقو:**

- مخدوم بلاول باغباني، ڳوٺ مخدوم صاحب، پهريون محرم عرس، محرم مهيني جو پهريون جمو ماهه پيرو جمع.
- ميان يار محمد ڪلهوڙو، ڳوٺ ڦڪا، لڳ خدا آباد. 3-4-5 صفر (ميلو).
- سيد جهنگل شاهه لڪياري، لڳ دادو شهر 6-7-8-9 ربيع الثاني (ميلو).
- فقير محمد سليمان، دادو مورو روڊ، لڳ دادو. 11-12-13 ربيع الثاني (ميلو).
- پير نعمت الله قريشي، المعروف 'نماڻو- فقير' ڪنير پاڙو دادو. 11-12 جمادي الثاني (عرس).
- مخدوم غلام محمد ملڪاڻي، ملڪاڻي شريف. 12-13 جمادي الثاني (عرس).
- امير پير راڄل، ڳوٺ امير- پير لڳ اميناڻيون. 7-8-9 رجب (ميلو).
- سيد نانگو شاهه، لڳ دادو شهر. 15 ۽ 16 رجب (ميلو).
- سيد عالي شاهه، ايو شاهه، لڳ ڳوٺ لطف علي پنڊ، دادو. 20-21-22 رجب (ميلو).
- سيد نور محمد شاهه، المعروف 'نورل شاهه' لڳ ريلوي اسٽيشن دادو. 21-22 رجب (ميلو).
- عبدالله فقير، ڳوٺ نندا پنڊ، لڳ ٻنيا موري. 11-12-13 شعبان (ميلو).
- سيد امير احمد شاهه، ڳوٺ اميناڻيون. 29-30 شوال (ميلو).
- پير شاهه بخاري، لڳ دادو شهر. 1-2-3 ذوالقعد (ميلو).
- سيد جيئندل شاهه، دادو شهر. 19-20 ذوالقعد (ميلو).
- سخي سلطان شاهه، مڇي مارڪيٽ، دادو. 11-12-13 ذوالحج (ميلو).
- سيد غوث محمد شاهه، ڳوٺ شير محمد سولنگي، لڳ موندر، 12-13-14 ذوالحج.

**سيوهڻ شهر ۽ تعلقو:**

- شيخ ڏمڻ، ڳوٺ ٺٽي تپو باجارا. 17-18-19 ربيع الاول (ميلو).
- مخدوم غياث الدين، المعروف 'سندو- سوائي' ڳوٺ ٽلٽي، 17-18-19 ربيع الاول (ميلو).
- سيد محمود شاهه بخاري، المعروف 'شاهه بخاري'، لڳ ٽلٽي، 20-21 ربيع الاول (ميلو).
- عبدالله شاهه بخاري، ڳوٺ واهڻ، لڳ پان سيد آباد. 21-22-23 ربيع الثاني (ميلو).
- سيد بچل شاهه لڪياري، ڳوٺ واهڻ، لڳ پان سيد آباد. 21-22-23 ربيع الاول (ميلو).
- سخي طالب شاهه، لڳ ڳوٺ پيڙ، تپو پان سيدآباد. 5-6-7 ربيع الثاني (ميلو).
- سيد گنبل شاهه، ٽلٽي شهر. 11-12-13 ربيع الثاني (ميلو).
- سخي سلطان شاهه، لڳ پان سيد آباد. 14-15-16 ربيع الثاني (ميلو).
- سيد صالح شاهه جيلاني، ڳوٺ نيئگ شريف، تپو باجارا. 27-28-29 ربيع الثاني (ميلو).
- صدرالدين شاهه لڪياري، لڪي شاهه صدر، پهريون سومر رجب (ميلو).
- سيد نجف علي شاهه لڪياري، ڳوٺ باجارا. 7-8-9 رجب (ميلو).
- ميان فقير محمد چانڊيو، ڳوٺ ويهڙ لڳ ٽلٽي. 9-10 رجب (ميلو).
- سيد بچل شاهه بخاري شهيد، ڳوٺ ڪوٽ لاشاري. 11-12-13 رجب (ميلو).
- سيد احمد شاهه بخاري، ڳوٺ گهلپور. 17-18-19 رجب (ميلو).
- سيد ابراهيم شاهه لڪياري، سيوهڻ شريف. 27-28-29 رجب (ميلو).
- لعل عيسن، ڳوٺ پڪا چنا، 3-4-5 شعبان (ميلو).
- حضرت لعل شهباز قلندر، سيوهڻ شريف. 18-19-20 شعبان (ميلو).
- فقير نادر علي شاهه پناڻ، سيوهڻ شريف. 21-22-23 شعبان (ميلو).
- پير ببر شير، لڳ باجارا. 21-22-23 رمضان (ميلو).
- سيد احمد شاهه ملنگ، جهانگارا. 9-10-11 شوال (ميلو).
- سيد متن شاهه بخاري، ڳوٺ شاهه حسن. 18-19-20 شوال (ميلو).
- گاجي شاهه، ڳوٺ گاجي شاهه. 24-25-26-27 شوال (ميلو).
- سيد امير محمد شاهه، ڳوٺ مير محمد سهيڙو. 29 شوال (ميلو).
- فقير پير شاهنواز، لڳ درگاهه ڳوٺ الهڏنو پنهور. 25 شوال (ميلو).
- سيد جمال شاهه بخاري، لڳ سينج چوڏڳي سبيل لڳ بوبڪ، 5-6-7 ذوالقعد (ميلو).
- سيد ابراهيم شاهه، المعروف 'پرڏيهي- پير' لڳ بوبڪ اسٽيشن. 12-13-14 ذوالقعد (ميلو).
- سيد يتيم شاهه لڪياري، ڳوٺ جهانگارا. 14-15-16 ذوالقعد (ميلو).
- سيد غلام شاهه، صالح شاهه، ڳوٺ پڪا چنا، 5-6-7 ذوالحج (ميلو).
- سيد قنبر علي شاهه جيلاني، نيئگ شريف. 7-8-9 ذوالحج (ميلو).
- سيد عبدالرزاق شاهه جيلاني، المعروف 'سخي پاڻ سلطان' ڪنير پاڙو سيوهڻ. 9 ذوالحج (ميلو).

- حاجي محمد موسيٰ ملاح، اڙل واھ ڍنڍ اندر. 12 ذوالحج (عرس).
- سيد غازي عارف علي شاھ پان سيد آباد. 24-25-26 ذوالحج (ميلو).

**ڪوٽڙي شهر ۽ تعلقو:**

- بابا صلاح الدين، نانگو لائين، ڪوٽڙي. 16-17-18 صفر (ميلو).
- پيرالهڏنو شاھ جيلاني، لڳ گتا مل ڪوٽڙي. 21-22-23 ربيع الاول (ميلو).
- سيد باقر شاھ جيلاني، لڳ ٽاٽو بولاخان. 11-12-13 ربيع الثاني (ميلو).
- سيد جلال شاھ، المعروف 'سير بادشاھ' لڳ پيٽارو. 21-22-23 ربيع الثاني (ميلو).
- بلاول فقير، لڳ انڙپور. 13-14-15 جمادي الثاني (ميلو).
- مخدوم صالح لنجار، المعروف" مخدوم ساھڙ"، انڙپور، پهريون سومر رجب (ميلو).
- نٿو شاھ جيلاني، لڳ ريلوي شيڊ ڪوٽڙي جنڪشن، ڪوٽڙي، 18-19-20 رجب (ميلو).
- سيد غازي بخش ڪاظمي، حيدرآباد، ٺٽو رستو لڳ ڪوٽڙي، 22-23 رجب (عرس).
- بابا قلندر مست، ٽول پلازه، ڄامشورو. 3-4-5 شعبان (ميلو).
- سيد حيدر شاھ سنائي، سن شهر. 7-8-9 شعبان (ميلو).
- سخي بادشاھ سنائي، سن شهر. 7-8-9 شعبان (ميلو).
- سيد محمد علي شاھ قادري، المعروف" لعل – دولها" بهار ڪالوني ڪوٽڙي. 23-24 شعبان (ميلو).
- سيد رڪن الدين جيلاني، المعروف" جيئي شاھ" واپڊا ڪالوني، ڄامشورو. 7 شوال (ميلو).
- سيد داد شهيد، لڳ علي آباد. 7-8-9 شوال (ميلو).
- سيد حسين شاھ بخاري، ڳوٺ ڪارو ڪوهو، لڳ ڪوٽڙي، 15-16-17 شوال (ميلو).
- ڳاڙهو گهوٽ، لڳ ٽي بي سينيٽوريم، ڪوٽڙي. 9-10-11 ذوالقعد (ميلو).
- شاھ اويس قرني، ڳوٺ ڏيتا، لڳ مانجهند. 7-8-9 ذوالحج (ميلو).
- سيد اسد الله بخاري، لڳ پاڪولا فيڪٽري سائيٽ ڪوٽڙي. 9-10 ذوالحج (ميلو).
- سيد مغلو شاھ جيلاني، لڳ پيٽارو، ڪوٽڙي، 13-14-15 ذوالحج (ميلو).

**جوهي شهر ۽ تعلقو:**

- جادو شهيد، ڳوٺ ٽڙي جادو شهيد. 9-10-11 صفر (ميلو).
- علي داد بادشاھ، لڳ جوهي. 12-13-14 صفر (ميلو).
- سيد نجف علي شاھ ڪاظمي، جوهي شهر. 7-8-9 رجب (ميلو).
- مست ڪيهر شاھ، ڳوٺ راڄوديرو. 9-10-11 شعبان (ميلو).
- سيد بحر علي شاھ، المعروف 'بحليل شاھ' چاندين جو ڳوٺ ڪاڇو. 7-8-9 شوال (ميلو).
- صوفي الهداد فقير، لڳ جوهي شهر. 9-10-11 شوال (ميلو).
- سيد قنبر علي شاھ جيلاني، ڳوٺ واهي پانڌي. 1-2-3 ذوالحج (ميلو).
- سيد محمود شاھ جيلاني، ڳوٺ بڪر جمالي. ذوالحج (ميلو).
- سيد باقر شاھ شهيد، ڳوٺ ڇني. 17-18-19 ذوالحج (ميلو).
- سيد محمود شاھ بخاري، ڳوٺ پٽ گل محمد، 27-28 ذوالحج (ميلو).

**خيرپور ناٿن شاھ شهر ۽ تعلقو:**

- شاھ پرڪيو سلطان، ڦلجي اسٽيشن. 26-27-28-29 جمادي الثاني (ميلو).
- سيد وارث علي شاھ، پراڻو ديرو، لڳ سيتا روڊ. 27-28-29 رجب (ميلو).
- پير باليشاھ، ڳوٺ اگهاماڻي، لڳ سيتا روڊ. 17-18-19 رجب (ميلو).
- مرشد رحماني، سيتا اسٽيشن. 2-3-4-5 شعبان (ميلو).
- سيد محمد شاھ مست، ڳوٺ پنڊماڻي، لڳ سيتا روڊ. 20-21-22 شعبان (ميلو).
- سيد جڙيل شاھ، خيرپور ناٿن شاھ شهر 24-25-26 شعبان (ميلو).
- سيد علي گوهر شاھ، ڳوٺ ويجي شريف، 5-6-7 رمضان (ميلو).
- ميان عنايت شاھ، ڳوٺ بيگو- ديرو لڳ ڪڪڙ، 7-8-9 شوال (ميلو).
- سيد جڙيل شاھ جيلاني، ڳوٺ خانپور، 17-18-19 شوال (ميلو).
- حضرت جلال شاھ ڪتي، لڳ ڦلجي اسٽيشن. ذوالحج (عرس).

**ميهڙ شهر ۽ تعلقو:**

- پير سعدي موساڻي، نئون ڳوٺ لڳ راڌڻ، 11-12-13 ربيع الثاني (ميلو).
- سيد علي مرتضيٰ شاھ لڪياري، ڳوٺ دليل لاڪير، 17-18-19 رجب (ميلو).
- سخي فضل فقير، راڌڻ، شهر. 13-14-15 شعبان (ميلو).
- احمد شاھ بخاري، ڳوٺ رحيمداد سوهو. 21-22-23 شعبان (ميلو).
- سيد عبدالله شاھ المعروف 'شاھ گوڏڙيو' لڳ فريد آباد. 12-13-14 شوال (ميلو).
- سيد احمد شاھ ڦلن وارو، ڳوٺ جمعو ناريجو، لڳ ٽڙي محبت، 17-18-19 شوال (ميلو).
- شاھ پنجون سلطان، ڳوٺ شاھ پنجون، 7-8-9 ذوالقعد (ميلو).
- سيد صوفن شاھ، ڪوڪن شاھ، ڳوٺ ٽڙي محبت، 17-18 ذوالقعد (ميلو).
- پيرعبدالغفار، المعروف"پير- مٺو" راڌڻ اسٽيشن. 22-23 ذوالقعد (عرس).
- ميان نصير احمد ڪلهوڙو، لڳ ميهڙ شهر. 6-7-8 ذوالحج (ميلو).

**بدين شهر ۽ ضلعو:**

- خواجہ محمد حسن، لنواري شريف. 7-8 صفر (ميلو).
- غازي غلام عباس شاھ، لڳ ڪڍڻ، تعلقو بدين. 9-10-11 صفر (ميلو).

- احمد شاهہ بخاري، ڳوٺ ٻچل گهوراڻو، تعلقو بدين. 11-12-14 صفر (ميلو).
- سچا سيد، ڳوٺ احمد شاهہ مورو، تعلقو بدين. 13-14-15 صفر (ميلو).
- شهيد حسن شاهہ بخاري، ڳوٺ ڪيڻ. 14-15-16 صفر (ميلو).
- پير پلڻ شاهہ نوراڻي، نوراڻي شريف، تعلقو بدين. 22-23-24 صفر (ميلو).
- سيد محبوب شاهہ، لڳ سيراڻي شريف، تعلقو بدين، 13-14-15 ربيع الاول (ميلو).
- گلڻ فقير، ڳوٺ الهواريو ملاح، تعلقو بدين. 2-3-4 ربيع الثاني (ميلو).
- رڪن پير جيلاني، ڳوٺ اسماعيل خاصخيلي، تعلقو بدين، 11-12 ربيع الثاني (ميلو).
- مخدوم شاهہ فضل قادري، درگاهہ پير عالي شاهہ جيلاني، تعلقو بدين، 11-12 ربيع الثاني (ميلو).
- پير گل حسن، المعروف 'پير بادشاهہ' لنواري شريف، 27-28 ربيع الثاني (ميلو).
- سيد محبت علي شاهہ بخاري، ڳوٺ عثمان جي هڙي، تعلقو بدين، 27-28-29 جمادي الاول (ميلو).
- سيد عظيم شاهہ، ڳوٺ رمضان جت، ترجو ڏورو، 4-5-6 جمادي الثاني (ميلو).
- پير صدر، ڳوٺ هارون چانگ. 7-8-9 رجب (ميلو).
- شيخ عيسيٰ، ديهہ شيخپوري، لڳ لنواري شريف، 7-8-9 رجب (ميلو).
- ابراهيم شاهہ، المعروف 'شاهہ طريل' لڳ پيرو لاشاري، اسٽيشن، 9-10-11 رجب (ميلو).
- ابراهيم شاهہ، المعروف 'رام ٻاراهو' لڳ ڳوٺ مالهين جي دڙي، 7-8-9 شعبان (ميلو).
- بي بي بصران، ڳوٺ اسماعيل چاوڙو. 15-16-17 شعبان (ميلو).
- پير شاهہ قادري، بديناڻي، بدين شهر 19 رمضان شريف (ميلو).
- لاڪو پير، لڳ بهدمي لڳ بدين. 19 رمضان شريف (ميلو).
- حضرت محمد الزمان، لنواري شريف. 21-22-23 رمضان (ميلو).
- شاهہ قلي، ڳوٺ سيراڻي، تعلقو بدين. 19-20-21 شوال (ميلو).
- پير ڪرهيو پنداري، ڪڇ جي رڻ جي سرحد تي. 9-10-11 ذوالقعد (ميلو).
- شاهہ صابري، ڳوٺ خير محمد خاصخيلي. 21-22-23 ذوالقعد (ميلو).
- پير علي قطب شاهہ جيلاني، المعروف 'نيل ڏٽي' بدين شهر، 23-24-25-26 ذوالقعد (ميلو).
- شهيد دودو، چنيسر سومرو، روپا ماڙي تعلقو بدين. 1-2-3 ذوالحج (ميلو).
- شاهہ نظام، ڳوٺ خير محمد خاصخيلي. 3-4-5 ذوالحج (ميلو).
- سيد عبدالله شاهہ، ڳوٺ ملو رند. 13-14-15 ذوالحج (ميلو).

**گولاڙچي تعلقو ۽ شهر:**

- محمود شاهہ، ڳوٺ ڪڙيو گهنور، 10-11-12 ربيع الاول (ميلو).
- ملوحسن، ڳوٺ ملوحسن، لڳ ڪور واهہ. 27-28-29 ربيع الثاني (ميلو).
- شاهہ ڏرام شهيد، لڳ ڳوٺ شهيد فاضل راهو. 6-7-8 رجب (ميلو).
- جيئي لعل شاهہ، ڳوٺ ڳل مير شاهہ. 5-6-7 شوال (ميلو).
- سرور پير، لڳ ڪڙيو گهنور. 8-9-10 شوال (ميلو).
- محمود فقير ڪتياڻ، ڳوٺ ڪڙيو گهنور. 11-12-13 شوال (ميلو).
- سرور نوح، ڳوٺ ڪڙيو گنهور. 25-26-27 ذوالحج (ميلو).
- محمود فقير نظاماڻي، ڪڙيو گهنور. 25-26-27 ذوالحج (ميلو).
- لعل محموداڻي، لڳ ڪورواهہ. 27-28-29 ذوالحج (ميلو).
- شاهہ ديواني، لڳ ٺري ۽ جو قلعو تعلقو ماتلي. 11-12-13 صفر (ميلو).
- شيخ پرڪيو ڪاتار، لڳ گلاب لغاري، تعلقو ماتلي. ربيع الاول، پهريون آچر (ميلو).
- محمود شاهہ صالح سومري وارو تعلقو ماتلي. 14-15-16-17 رجب (ميلو).
- سيد عبدالله شاهہ، ڳوٺ ٺري نظاماڻي. 18-19-20 رجب (ميلو).
- صوفي مسڪين شاهہ، ڳوٺ ٽنڊو غلام علي. 15-16-17 شعبان (ميلو).
- گل غيبي، ڳوٺ مير محمد نظاماڻي (جاڙڪي). 15-16-17-18 شعبان (ميلو).
- مخدوم اگهاماڻي، لڳ ماتلي 18-19-20 شوال (ميلو).

**تلهار شهر ۽ تعلقو:**

- محمد الاهي بخش، المعروف 'محبوب الاهي' ڳوٺ فضل آباد. 21-22-23 ربيع الثاني (ميلو).
- سيد روشن علي شاهہ، ڪچي پاڙو تلهار. 22-23-24 ربيع الثاني (ميلو).
- مخدوم امام علي، ڳوٺ ملوڪ ڏيٿو، لڳ رپ. 23-24-25 ربيع الثاني (ميلو).
- جمال شاهہ بخاري، ڳوٺ ڪڌهڙو، لڳ تلهار. 9-10-11 شوال (ميلو).
- سانوڻ فقير، لڳ ڦلڪارا. 23-24-25 شوال (ميلو).
- سيد روشن شاهہ، قديم قبرستان تلهار. 9-10 ذوالقعد (ميلو).
- حاجي پير ذڪريا، اولياءُ لڳ ڦلڪارا. 6-7-8 ذوالحج (ميلو).

**ٽنڊو باگو شهر ۽ تعلقو:**

- مراد فقير جروار، ڳوٺ امين آباد ڪرچاٽي. 25-26-27 جمادي الاول (ميلو).
- هيبت فقير، لڳ ڪوسڪي. 13-14-15 جمادي الثاني (ميلو).
- ٻاجهي فقير، لڳ واٺيائين مورو. 11-12-13 رجب (ميلو).
- غلام شاهہ لڪياري، ڳوٺ غلام شاهہ موري. 26-27-28-29 رجب (ميلو).
- سمن سرڪار، لڳ پنگريو. 13-14-15 شعبان (ميلو).
- خانشاهہ اولياءُ 7 ڪلوميٽر پري لڳ ٽنڊو باگو 15-16-17 شعبان (ميلو).
- يارو فقير، لڳ ٽنڊو باگو. 21-22-23 شعبان (ميلو).
- راجسين سومراڻي لڳ ٽنڊو شهر. 25-26-27 شوال (ميلو).
- پير تاج الدين، 5 ميل، لڳ ٽنڊو باگو. 3-4-5 ذوالقعد (ميلو).

- سيد حاجن شاهه المعروف "ساجن سوائي" ڳوٺ ڪوچي. 14-15-16 ذوالحج (ميلو).

**ٺٽو شهر ۽ ضلعو:**

- مخدوم شاهه فيصل قادري، ٺٽو شهر 17-18-19 محرم (عرس).
- صوفي عبدالله مسڻ، ٺٽو شهر 7-8-9 صفر (ميلو).
- شاهه عنايت رضوي، ٺٽو شهر 10-11-12 صفر (ميلو).
- درس گريو، ڳوٺ گجو 23-24-25 صفر (ميلو).
- سيد علي نوز شيرازي، ٺٽو شهر 3-4-5 ربيع الاول (ميلو).
- نور شاهه جيلاني، ٺٽو شهر 6-7-8 ربيع الاول (ميلو).
- سيد حسن شاهه جيلاني، ٺٽو شهر 7-8-9 شعبان (ميلو).
- نوري- ڄام تماچي، ڳوٺ هلايا، لڳ ڪينجهر 17- 18 شعبان (ميلو).
- پير جهنڊو شاهه، ڳوٺ ستيون 18-19-20 شعبان (ميلو).
- شيخ ابڙو هالائي، ٺٽو، سجاول روڊ، ٺٽو 17-18-19 شوال (ميلو).
- سيد عثمان شاهه جيلاني، ڳوٺ عثمان جا قبا 23-24-25 شوال (ميلو).
- بابو شاهه بودلو اگر محلو ٺٽو 13-14 ذوالعقد (ميلو).
- پير گوهر گنج، ٺٽو شهر 17-18-19 ذوالقعد (ميلو).
- سيد ڪمال شاهه شيرازي، ٺٽو شهر 1-2-3 رجب (ميلو).
- شيخ فريد، شاهي بازار، ٺٽو 1-2-3 رجب (ميلو).
- پير جهنڊو شريف، المعروف "سخي بادشاهه" سجاول جاتي روڊ، ٺٽو 22-23-24-25 ذوالحج (ميلو).

**مڪلي، ٺٽو:**

- سـ : بن العابدين شاهه، جيلاني هائوس مڪلي 12-13 محرم (عرس).
- ـخ حماد شيرازي، لڳ ڄام ننڈو مقبرو مڪلي، 15-16-17 ـع الاول (ميلو).
- سيد قبول شاهه بخاري، مڪلي 5-6-7 ربيع الثاني (ميلو).
- مخدوم محمد هاشم ٺٽوي، مڪلي 7 رجب (ميلو).
- سيد قاسم علي شاهه بخاري مڪلي . 11-12 رجب (ميلو).
- عبدالله شاهه اصحابي، مڪلي 13-14-15 شعبان (ميلو).

**ميرپور بٺورو شهر ۽ تعلقو:**

- سيد جان علي شاهه بخاري، ورشهر 9-10 محرم (عرس).
- ڳاڙهي پير، لڳ دڙو شهر 9-10-11 صفر (ميلو).
- شاهه عنايت شهيد، جهوڪ شريف 16-17-18-19 صفر (ميلو).
- شاهه نصر بادشاهه، لڳ دڙو شهر 3-4-5 جمادي الثاني (ميلو).
- حاجي شاهه شهيد، جهوڪ شريف 19-20-21 شعبان (ميلو).
- داتا فضل شاهه قلندر، جهوڪ شريف 11-12-13 شوال (ميلو).
- مهر شاهه بادشاهه، ميرپور بٺورو شهر 14-15-16 شوال (ميلو).
- سيد غلام فريد شاهه لڪياري، ميرپور بٺورو شهر 17-18-19 شوال (ميلو).
- سخي پير سلطان، المعروف "پير پٺو" ڳوٺ دڙو 23-24-25 ذوالقعد (ميلو).

**چوهڙ جمالي شهر ۽ تعلقو:**

- سائين گهوٽ بادشاهه، چوهڙ جمالي شهر 7-8-9 صفر (ميلو).
- جلالي بادشاهه، لڳ چوهڙ جمالي 7-8-9 ربيع الثاني (ميلو).
- سيد اشرف علي شاهه، جاتي بس اسٽينڊ، چوهڙ جمالي 21-22-23-24 جمادي الثاني (ميلو).
- سيد ڏاتو شاهه، ڳوٺ چچ جهان خان، لڳ چوهڙ جمالي 12-13-14 شعبان (ميلو).
- پير ابن شاهه، ڳوٺ ابن شاهه جو ٽڪر، لڳ چوهڙ جمالي 27-28-29 شوال (ميلو).
- حسين بخاري، چاندين جو ڳوٺ تعلقو چوهڙ جمالي 15-16-17 ذوالحج (ميلو).

**ميرپور ساڪرو شهر ۽ تعلقو:**

- مهر علي شاهه بخاري، المعروف 'مست بخاري'، لڳ ميرپورساڪرو 21-22-23 صفر (ميلو).
- سخي جميل شاهه المعروف 'ڏاتار- گرناري' گهارو شهر 11-12-13 ربيع الاول (ميلو).
- بيبي مريم سلطانه گرناري، گهارو شهر 17-18-19 ربيع الثاني (ميلو).
- شيخ ٿالي، ميرپورساڪرو شهر 10-11-12 شوال (ميلو).
- طالب پير، ميرپورساڪرو شهر 15-16-17 شوال (ميلو).
- قريشي پير ڳوٺ چليا، لڳ ڇتو چنڊ 8-9 ذوالحج (ميلو).

**شاهبندر ۽ گهوڙاٻاري تعلقا ۽ شهر:**

- پير فتح علي شاهه بخاري ۽ بابو مست، شاهبندر شهر 8-9-10-11 رجب (ميلو).
- حاجي ابراهيم شاهه، شاهبندر لڳ ساموندي ٻيٽ 7-8-9 شعبان (ميلو).
- سيد بور شاهه بخاري، ڳوٺ ڳاڙهي تعلقو گهوڙا ٻاري 5-6-7 شوال (ميلو).
- سيد غلام شاهه، المعروف "سرخ – بخاري" گهوڙا ٻاري شهر 3-4-5 ذوالقعد (ميلو).
- حضرت علي شاهه، تعلقو ڪيٽي بندر 19-20-21 ذوالقعد (ميلو).

**سجاول ۽ جاتي شهر ۽ تعلقا:**

- سيد احمد شاهه بخاري، ڳوٺ ڏانڏاري ديهه گرنار، تعلقو گهوڙا ٻاري 17-18-19 ذوالحج.
- شاهه يقيق، المعروف 'شاهه يقين' ڳوٺ شاهه يقين تعلقو سجاول 3-4-5 ذوالحج (ميلو).
- پير مدار، ٻيلو شهر، تعلقو سجاول 7-8-9 ذوالحج (ميلو).

- سخي بادشاهه، لڳ سجاول. 25-26-27 ذوالحج (ميلو).
- پير رحمت، المعروف ”مغل- پين“ جاتي شهر. 17 تاريخ ڦڳڻ (ميلو).
- سيد بکر شاهه شيرازي، بيگنا موري لڳ جاتي. 23-24-25 شوال (ميلو).

**سانگهڙ شهر ۽ تعلقو:**

- سيد محمد شاهه غازي، ڳوٺ سنڌڙي. 23-24-25 محرم (ميلو).
- سيد وڇي شاهه بخاري، لڳ شاهپور چاڪر. 3-4-5 صفر (ميلو).
- حاجن شاهه شيرازي، لڳ ٽنڊو آدم. 20-21-22 صفر (ميلو).
- سيد جعفر شاهه رضوي، لڳ شاهه بيگ مري، تعلقو ٽنڊو آدم. 27-28-29 صفر (ميلو).
- فقير صالح شر، ڳوٺ نونڙي شريف لڳ منڊ جمڙائو 27-28 ربيع الثاني (ميلو).
- صوفي روحل فقير، ڳوٺ ڪنڊڙي، تعلقو سانگهڙ. 3-4-5 جماد الثاني (ميلو).
- سيد ڇتن شاهه بخاري، منڊ جمڙائو، تعلقو سانگهڙ. 3-4-5 شعبان (ميلو).
- سيد محسن شاهه بخاري، ٽنڊو آدم شهر 4-5-6-7 شعبان (ميلو).
- سيد جمن شاهه جتي ستي، سانگهڙ شهر. 5-6-7 شعبان (ميلو).
- سلطان فقير لاشاري، ڳوٺ مقصود رنگ شاهپور چاڪر. 17-18-19 شعبان (ميلو).
- پير سيد وحيد نقوي بخاري، ٽنڊو آدم شهر. 29 شوال (عرس).
- سيد اسماعيل شاهه ڪاظمي، ڳوٺ هيراٺي تعلقو سانگهڙ. 9-10-11 ذوالقعد (ميلو).
- سيد امير علي شاهه بخاري، ڳوٺ هوبي، لڳ سانگهڙ. 19-20-21 ذوالحج (ميلو).
- پير داد واهي، شاهپور چاڪر شهر. 27-28-29 ذوالحج (ميلو).
- سيد ابراهيم شاهه لڪياري، راهو شاخ، سانگهڙ تعلقو. 3-4-5 صفر (ميلو).
- مخدوم اسماعيل اگهاماڻي، ڳوٺ اگهاماڻي. 23-24-25 ذوالحج (ميلو).
- سڌو فقير، ڳوٺ مٺا خان، سانگهڙ — کپرو روڊ، لڳ چوٽيارون. 5-6-7-8-9 ذوالقعد (ميلو).

**سنجهورو شهر ۽ تعلقو:**

- سيد مسڪين شاهه، چار ڳوٺ، تعلقو سنجهورو. 18-19-20 صفر (ميلو).
- مصري شاهه پتالي، ڳوٺ نئون آباد، تعلقو سنجهورو. 23-24-25 صفر (ميلو).
- حسن علي شاهه جيلاني، لڳ نئون آباد، تعلقو سنجهورو. 24-25-26 ربيع الثاني (ميلو).
- حمير فقير، ڳوٺ ڪڏرو. 27-28-29 ربيع الثاني (ميلو).
- جمن شاهه مست، لڳ ريلوي ڦاٽڪ، سنجهورو. 25-26-27 جماد الاول (ميلو).
- سيد قائم علي شاهه، ڳوٺ جعفر خان لغاري. 3-4-5 رجب (ميلو).

- تقدير فقير سڌيراڻي، لڳ پيرو مل. 17-18-19 شعبان (ميلو).
- سيد مراد علي شاهه نقوي، ڳوٺ ڏندو. 27-28-29 شعبان (ميلو).
- فقير بهرام بري، لڳ پيرو مل. 13-14-15 شوال (ميلو).

**کپرو شهر ۽ تعلقو:**

- لالڻ فقير لاشاري، ڳوٺ ڪرم علي لغاري، لڳ جهڏو. 11-12-13 صفر (ميلو).
- فهيم سومرو هنگورو، ڳوٺ ڀهيري، تعلقو کپرو. 5-6-7 جمادي الاول (ميلو).
- لائق فقير اوليا، لڳ هنگورنو، سانگهڙ ميرپور روڊ. 1-2-3-4-5 جمادي الثاني.
- سخي سينار پير، ڳوٺ ڪنڊڙي، 7-8-9 شعبان (ميلو).
- منٺار فقير راڄڙ، ڳوٺ ڪاهي راڄڙ. 10-11-12 شوال (ميلو).

**شهدادپور شهر ۽ تعلقو:**

- پير جهنڊولو شاهه، لڳ هالا روڊ، شهدادپور. 9-10-11 صفر (ميلو).
- حسن بخش شاهه، ڳوٺ ڊنڙو. 7-8-9 جمادي الاول (ميلو).
- بابا عبدالشڪور قادري، شهدادپور شهر 13-14 جمادي الاول (عرس).
- عبدالغفور قادري، المعروف ”پير قاتلي“، شهدادپور شهر. 7-8 رجب (ميلو).
- سهڻي — ميهار، شهدادپور شهر. 21-22-23 رجب (ميلو).
- درياءَ خان فقير، ملدسي روڊ، شهدادپور. 23-24-25 رجب (ميلو).
- سيد احمد شاهه بخاري، ڳوٺ قلڻ خاصخيلي. 13-14-15 شعبان (ميلو).
- سيد ڏنل شاهه بخاري، ڳوٺ ڊنڙو. 21-22-23 شعبان (ميلو).
- سيد ٻڍل شاهه بخاري، ڳوٺ رانجهو ٽالپر. 27-28-29 شعبان (ميلو).
- سيد رضا شاهه قادري، ڳوٺ جتيا لڳ شهدادپور. 9-10 شوال (ميلو).
- صوفي سلطان فقير، لڳ شهدادپور. 17-18-19 شوال (ميلو).

**نوابشاهه شهر ۽ تعلقو:**

- مخدوم ميان محمد، ڳوٺ خياري شريف. 20-21 جمادي الاول (عرس).
- سيد وارث علي شاهه، لڳ روهڙي ڪينال ڪاهو ڪپ، نوابشاهه. 1-2-3 رجب (ميلو).
- صوفي حسن ميان، نوابشاهه شهر. 5 رجب (عرس).
- علي اصغر شاهه، المعروف ”جام —ڏاتار“ ڳوٺ جام ڏاتار. 2-3-4-5 شعبان (ميلو).
- قلندر بابا مست، موني بازار، نوابشاهه. 12 شعبان (عرس).
- سيد صالح شاهه جيلاني، ڳوٺ سرهاڙي. پهرين شوال (ميلو).
- سيد عنايت علي شاهه بخاري، لڳ سرهاڙي. 7-8-9 شوال (ميلو).
- شاهه عنايت ثاني، لڳ سرهاڙي. 3-4-5 ذوالقعد (ميلو).
- فقير رسول بخش وسطڙو، ڳوٺ جام ڏاتار. 27-28-29 ذوالقعد (ميلو).
- هوت فقير رند، ديهه 18 نصرت. 20-21-22-23 ذوالحج (ميلو).

**مورو شهر ۽ تعلقو:**

- سيد فضل الله شاهه لڪياري، درگاهه ولڻ شاهه، نوان جتوئي. 14-15-16 محرم (عرس).
- مخدوم عثمان، المعروف "مخدوم هنگورو" ڳوٺ نئون ڳچيرو 3-4 ربيع الاول (ميلو).
- جيوڻ شاهه بخاري، لڳ نون جتوئي. 27-28-29 ربيع الاول (ميلو).
- پير سعدي نهراڻي، ڳوٺ سڏوجا. 4-5-6 ربيع الثاني (ميلو).
- پيارو سائين مست، مورو شهر. 13-14-15 ربيع الثاني (ميلو).
- سيد غلام شاهه، المعروف" سمن – سرڪار" لڳ مورو. 14-15-16 جمادي الاول (ميلو).
- سيد علي شاهه جهانيان، ڳوٺ شاهپور جهانيان. 17-18-19 جمادي الثاني (ميلو).
- صوفي فقير فتح محمد ٻرڙو، ڳوٺ مبارڪ ٻرڙو، تعلقو مورو. 18-19-20 جمادي الثاني (ميلو).
- حاجي هارون ڪوريجو، ڳوٺ لونگ ڪوريجو، تعلقو مورو. 24-25 جمادي الثاني (ميلو).
- فقير محمد اسماعيل ڳچيرائي، ڳوٺ پراڻو ڳچيرو. 1 رجب (ميلو).
- سيد حاجن شاهه جيلاني،" نر ڏٽي"، نئون ڳچيرو. 5-6-7 رجب (ميلو).
- سخي خوشحال پير، مورو شهر. 9-10-11 رجب (ميلو).
- سيد بولڻ شاهه بخاري، لڳ مورو شهر. 13-14 رجب (ميلو).
- سيد مهدي شاهه جهانيان، ڳوٺ شاهپور جهانيان. 15-16-17 رجب (ميلو).
- سيد حسين شاهه بخاري، ڳوٺ حسين شاهه بخاري، لڳ دولتپور. 21-22-23 رجب (ميلو).
- سيد معصوم علي شاهه، ڳوٺ صاحب ڏنو چانديو، لڳ مورو. 23-24-25 [illegible]جب (ميلو).
- س[illegible] شاهه جيلاني، ڳوٺ نوان جتوئي. 27-28-29 رجب (ميلو).
- سيد معظم علي شاهه، ڳوٺ باگو چانديو. 2-3-4 شعبان (ميلو).
- سيد ابراهيم شاهه بخاري، مورو شهر. 3-4-5 شعبان (ميلو).
- مخدوم حسن شاهه جهانيان، شاهپور چاڪر. 9-10-11 شعبان (ميلو).
- بيگ پير شهيد، مورو شهر. 11-12-13 شعبان (ميلو).
- خوش خير محمد هيسباڻي لڳ مورو شهر. 12-13-14 شعبان (ميلو).
- حافظ علي مراد زرداري، ڳوٺ سائو ديرو لڳ پانڌي روڊ. 13-14-15-16 شوال (ميلو).
- سيد موج علي شاهه بخاري، ڳوٺ ڏيپارجا. 19-20-21 شوال (ميلو).
- سيد پيرل شاهه بخاري، لڳ مورو شهر. 9-10-11 ذوالقعد (ميلو).
- خليفو سيد علي اڪبر شاهه صوفائي، ڳوٺ نوان جتوئي. 23 ذوالقعد (عرس).
- شاهه سلام الله صوفي، تجمل شريف، لڳ مورو. 25-26-27 ذوالحج (ميلو).
- مير منارو سائين، دولتپور شهر. 27-28-29 ذوالحج (ميلو).
- صوفي رڪيل شاهه، نوان جتوئي. 27-28-29 ذوالحج (ميلو).

**سڪرنڊ شهر ۽ تعلقو:**

- حمل فقير لغاري، ڳوٺ محمود فقير لغاري لڳ سڪرنڊ. 2-3-4 صفر (ميلو).
- سيد محمد شاهه ذاڪري، ڳوٺ حاجي حسن چوهاڻ. 13 جمادي الاول (عرس).
- فقير محمد خان جمالي، ڳوٺ ميوو جمالي. 11-12-13 شوال (ميلو).
- سيد ناٿن شاهه بخاري، محرابپور روڊ، سڪرنڊ. 9 ذوالقعد (عرس).
- شهيد جيئو جنگ، لڳ سڪرنڊ. 14-15-16 ذوالقعد (ميلو).
- پير ڪامل شاهه جيلاني، ڳوٺ چٽن شاهه. 21-22-23 ذوالقعد (ميلو).

**قاضي احمد شهر ۽ تعلقو:**

- سيد وارث علي شاهه، ديهه 32، چنيسر، ريگيوليٽر. 2-3-4 ربيع الاول (ميلو).
- حاجي فضل شاهه، قاضي احمد شهر. 13-14 ربيع الاول (ميلو).
- پير فيض محمد ڪوريجو درگاهه قاضي احمد شهر 17-18 جمادي الثاني (عرس).
- ميان پير محمد رڄائي، درگاهه قاضي احمد شهر. 6-7 شعبان (ميلو).
- جمال شاهه بخاري، لڳ قاضي احمد. 28-29 شوال (ميلو).
- جهنڊولو شاهه، لڳ قاضي احمد. 14-15-16 ذوالحج.

**نوشهروفيروز شهر ۽ تعلقو:**

- سيد اسماعيل شاهه، ڳوٺ نئن ڳوراهو لڳ منياڻي. 9-10-11 صفر (ميلو).
- سيد ٻچل شاهه، ڳوٺ ڪاهي راهو 13 رجب (ميلو).
- سيد ڪرم علي شاهه لڪياري، ڳوٺ ابڙان. 7-8-9 شعبان (ميلو).
- مخدوم عبدالرحمان، المعروف" در - سلطان" نوشهروفيروز شهر. 15-16-17 شعبان (ميلو).
- پير نانگو شاهه لڪياري، لڳ نوشهروفيروز. 13-14-15 ذوالقعد (ميلو).

**ڪنڊيارو شهر ۽ تعلقو:**

- گنج علي بادشاهه، ڳوٺ محبت ديرو جتوئي. 9-10-11 صفر (ميلو).
- پير ڪواري شريف، ڳوٺ خانواهڻ. 25-26-27 صفر (ميلو).
- پير لڪياري بادشاهه، ڳوٺ هالاڻي. 27-28-29 ربيع الثاني (ميلو).

- پير عمر پراڻي، ڳوٺ پورٽي، لڳ ٺارو شاهه. 3-4-5 جمادي الاول (ميلو).
- مخدوم شمس الدين نقشبندي، ٺارو شاهه شهر. 11-12-13 جمادي الاول (ميلو).
- سيد احمد شاهه شهيد، دربيلو (ڏيرو) شهر. 7-8-9 رجب (ميلو).
- چني شاهه قادري، ٺارو شاهه شهر. 7-8-9 رجب (ميلو).
- حضرت الله بخش، المعروف " سهڻو- سائين" کنڊيارو. 13-14-15 رجب (ميلو).
- سيد ابراهيم شاهه، ڳوٺ پنواڙي. 19-20-21 رجب (ميلو).
- سيد موريل شاهه بخاري، ٺارو شاهه شهر. 5-6-7 شوال (ميلو).
- سڌو فقير صوفي، لڳ کنڊيارو. 13-14-15 شوال (ميلو).
- سخي الهيار، کوٽڙي ڪبير. 17-18-19 ذوالقعد (ميلو).
- سيد ناٿن شاهه بخاري، ڳوٺ پونئر. 19-20-21 ذوالقعد (ميلو).
- پيارل فقير صوفي، لڳ کنڊيارو. 27-28 ذوالقعد (ميلو).
- حاجن شاهه جيلاني، ڳوٺ دربيلو (ڏيرو). 27-28-29 ذوالقعد (ميلو).
- سيد حيرت شاهه بخاري، ڳوٺ تنيا بقا شاهه. 7-8-9 ذوالحج (ميلو).
- فتح علي شاهه، المعروف " بادشاهه بخاري " لڳ خانواهڻ. 25-26-27 ذوالحج (ميلو).
- پير سخي دائود، ڳوٺ سخي دادوائي، لڳ ٺارو شاهه. (سهائو آچر هر مهيني).

**پڙيا تعلقو ۽ شهر (پڊعيدن ۽ محرابپور سميت):**

- سخي سلطان شاهه جيلاني، محرابپور شهر. 13-14-15 ربيع الاول (ميلو).
- سيد ابراهيم شاهه غازي، لڳ پڙيا روڊ. 17-18-19 ربيع الاول (ميلو).
- سيد قائم شاهه ڪريم، لڳ سٺ ميل شهر. 11-12-13 رجب (ميلو).
- سيد شير علي شاهه رضوي، لڳ دوڙ. 19-20-21 رجب (ميلو).
- سيد نجف علي شاهه لڪياري، ڳوٺ مير محمد سهڙو، لڳ پاندي. 12-13-14 شعبان (ميلو).
- پير گل شاهه بخاري، ڳوٺ ٽنڊو مير علي، لڳ محرابپور. 12-13-14 شوال (ميلو).
- سيد جمن شاهه بخاري، غازي، پڊعيدن شهر. 25-26-27 ذوالحج (ميلو).

**لاڙڪاڻو شهر ۽ تعلقو:**

- سيد قائم علي شاهه بخاري، لاڙڪاڻو شهر. 7-8-9 صفر (ميلو).
- ميان شاهه بهارو جهنجهڻ، لاڙڪاڻو شهر. 24-25-26 ربيع الثاني (ميلو).
- سيد مير مصطفيٰ مست راشدي، ڳوٺ شاهه آباد تعلقو لاڙڪاڻو. آخري جمعو ربيع الاول (عرس).
- سيد حاڪم علي شاهه، لڳ لاڙڪاڻو 17-18-19 رجب (ميلو).
- پير عبدالغفار، المعروف" پير - منو" رحمتپور محلو، لاڙڪاڻو. 8-9-10 شعبان (عرس).
- ميان محمد شاهه کهيري، ڳوٺ عاقل، سنڌؤ جي ڪناري. 11-12-13 شعبان (ميلو).
- سيد حسن علي شاهه، لڳ نئون آباد، تعلقو لاڙڪاڻو. 21-22-23 شعبان (ميلو).
- ميان لعل شاهه، درگاهه فتحپور، تعلقو لاڙڪاڻو 27-28-29 شعبان (ميلو).
- مولانا محمد قاسم مشوري، ڳوٺ مشوري شريف تعلقو لاڙڪاڻو. 1-2-3 رمضان (عرس).
- پير بچل شاهه، شاهه آباد، لڳ لاڙڪاڻو 19-20-21 شوال (ميلو).
- سيد جعفر شاهه جيلاني، ڳوٺ منوجتوئي، تعلقو لاڙڪاڻو 23-24-25 شوال (ميلو).
- پير شير شاهه، لڳ لاڙڪاڻو 21-22-23 ذوالحج (ميلو).
- سيد جاڙل شاهه بخاري، لاڙڪاڻو 23-24-25 ذوالحج (ميلو).
- ناگل سائين، لڳ ڳوٺ الله آباد. 25-26 ذوالحج (ميلو).
- سيد يوسف شاهه جيلاني، لڳ منو - ديرو. 27-28-29 ذوالحج (ميلو).
- خواجا محمد خليل الرحمان، درگاهه رحمت پور. 7 ذوالقعد (عرس).

**ڏوڪري شهر ۽ تعلقو:**

- پير شهيد بادشاهه، لڳ پاڪراڻي تعلقو ڏوڪري. 3-4-5 ربيع الاول (ميلو).
- ميان محمد جسڪاڻي، ڳوٺ صوبدار سرگاڻي تعلقو ڏوڪري. 7-8-9 ربيع الاول (ميلو).
- سيد باقر شاهه جيلاني، ڳوٺ مڏ باهو، تعلقو ڏوڪري. 27-28-29 ربيع الاول (ميلو).
- حافظ امام بخش سومرو، ڳوٺ ملدسي، لڳ باقراڻي تعلقو ڏوڪري. 15-16 جماد الاول (ميلو).
- ميان مينگهن سرڪار، ڏوڪري شهر. 18-19-20 رجب (ميلو).
- پير تقي شاهه جيلاني، ڳوٺ آباد، تعلقو ڏوڪري. 22-23-24-25 رجب (ميلو).
- سيد احمد شاهه بخاري، ڳوٺ ڳريلو، تعلقو ڏوڪري. 23-24-25 رجب (ميلو).
- صوفي سچل فقير، لڳ ڳريلو، تعلقو ڏوڪري. 25-26-27 شعبان (ميلو).
- مخدوم شهاب الدين، ڳوٺ خير محمد آريجا. پهرين رمضان (عرس).
- پير محمد شاهه متارو، گلجيديرو، لڳ موهن جو دڙو. 8-9-10 شوال (ميلو).
- فقير محبت شاهه، لڳ خير محمد آريجا، تعلقو ڏوڪري. 11-12-13 شوال (ميلو).

- سيد عبدالله شاهه بخاري، لڳ ڏوڪري. 18-19-20 شوال (ميلو).
- سيد ڪبير شاهه، لڳ خير محمد آريجا، تعلقو ڏوڪري. 19-20-21 شوال (ميلو).
- ڪاڪل سائين، لڳ مشوري اسٽيشن. 2-3-4 ذوالقعد (ميلو).
- پير ڀهريو، لڳ ڳريلو. 3-4-5 ذوالقعد (ميلو).
- نور شاهه جيلاني، ڳوٺ ٻيهڻ، لڳ موهن جو دڙو. 5-6-7 ذوالقعد (ميلو).
- سيد جعفر شاهه جيلاني، ڏوڪري. 9-10-11-12 ذوالقعد (ميلو).
- سيد شاهه محمد شاهه 'سپاهي'، اسٽيشن بخش علي جتوئي. 12-13-14 ذوالقعد (ميلو).
- سيد مٺل شاهه، ڳوٺ عمر پيو، تعلقو ڏوڪري. 15-16-17 ذوالقعد (ميلو).
- علامه تاج محمد، خير محمد آريجا. 29 ذوالقعد (عرس).

**قنبر، واره ۽ رتوديرو شهر ۽ تعلقا:**

- لعل محمد، المعروف " لالو فقير" ڳوٺ لالو رائنڪ، تعلقو واره. 18-19 محرم (ميلو).
- شيخ احمد ثوابي، ڳوٺ گاجي کهاوڙ، تعلقو واره. 7-8-9 صفر (ميلو).
- ميان شاهه محمد ڪلهوڙو، ڳوٺ ٻيهڙ چانديو تعلقو قمبر. 7-8-9 جمادالثاني (ميلو).
- سيد مٺل شاهه بخاري، ڳوٺ رتوديرو. 7-8-9 ذوالحج (ميلو).
- سيد رکيل شاهه، ڳوٺ ٽڙڙي حاجران لڳ واره. 9-10-11 شوال (ميلو).
- پير ابراهيم شاهه، ڳوٺ ٽيڙهه شريف تعلقو واره. 7-8-9 ذوالحج (ميلو).
- فقير غلام حسين جلباڻي، ڳوٺ لعل بخش مهيسر، تعلقو رتوديرو. 2-3-4 ذوالقعد (ميلو).
- سيد گهوڙل شاهه، لڳ وڳڻ. 9-10-11 ذوالقعد (ميلو).

**ميرو خان تعلقو:**

- پير شاهه پريو سلطان، ڳوٺ خانپور جوڻيجو. 27-28-29 جمادي الثاني (ميلو).
- پير علي شاهه جيلاني، ڳوٺ خيروديرو. 19-20-21 ذوالقعد (ميلو).

**شهداد ڪوٽ شهر ۽ تعلقو:**

- سيد حاڪم علي شاهه "پٽ وارو" شهدادڪوٽ شهر. 9-10-11 صفر (ميلو).
- مولانا غلام صديق چانديو لڳ شهدادڪوٽ. 21-22-23 ربيع الاول (ميلو).
- سليم بابا سلطاني، شهداد ڪوٽ شهر 27-28-29 ربيع الثاني (ميلو).
- خواجه نصير محمود شاهه، ڳوٺ فيض پور. 20-21-22 جمادي الثاني (ميلو).
- سيد عمر شاهه جيلاني، لڳ شهداد ڪوٽ. 9-10-11 شعبان (ميلو).
- پير نور نبي شاهه، ڳوٺ چاڪياڻي، لڳ شهدادپور. 25-26-27 شعبان (ميلو).
- خواجه محمد عبدالعليم قادري، شهداد ڪوٽ شهر. 5-6 رمضان (عرس).
- سيد امير علي شاهه بخاري، لڳ شهداد ڪوٽ. 21-22-23 شوال (ميلو).
- سيد عظيم شاهه بخاري، ڳوٺ امام بخش جمالي، تعلقو شهداد ڪوٽ. 27-28-29 شوال (ميلو).
- سيد عبدالغفور شاهه، شهداد ڪوٽ شهر.9-10-11 ذوالقعد (ميلو).

**شڪارپور شهر ۽ تعلقو:**

- حضرت فقير الله علوي، هاٿي در شڪارپور. 3-4 صفر (ميلو).
- سيد اعتبار علي شاهه بخاري، لڳ سنڌ واهه، شڪارپور. 27-28-29 صفر (ميلو).
- سلطان پنيو شاهه، لڳ قاضي محلو، شڪارپور. 14-15-16 ربيع الاول (ميلو).
- الف شاهه شهيد، ڳڙهي ياسين روڊ، شڪارپور. 27-28-29 جمادي الاول (ميلو).
- پير شادي شهيد، لڳ شڪارپور. 7-8-9 رجب (ميلو).
- منجر شاهه غازي، ڪڙي نواب خان، شڪارپور. 11-12-13 رجب(ميلو).
- قادر پير ميراڻي محلو، شڪارپور. 9-10-11 شعبان (ميلو).
- سيد مور شاهه جيلاني، حيدري محلو شڪارپور. 3-4 رمضان (ميلو).
- ميان عبدالغفور همايوني، ڳوٺ همايون، تعلقو شڪارپور. 11-12 رمضان (عرس).
- مهر شاهه غازي، محلو مهر شاهه، شڪارپور. 27-28-29 شوال (ميلو).
- سيد لطيف شاهه جيلاني، لڳ پوليس اسٽيشن شڪارپور. 28-29 شوال (ميلو).
- ٻڍل فقير، ڳوٺ لوڌرا، تعلقو شڪارپور. 8-9-10 ذوالحج (ميلو).

**لکي شهر ۽ تعلقو:**

- سائين حاجن شاهه جيلاني، ڳوٺ ماڙي تعلقو لکي. 9-10-11 صفر (ميلو).
- پير محمد حضوري، ڳوٺ لکي غلام شاهه. 27-28-29 صفر (ميلو).
- سيد تاج محمود امروٽي، امروٽ شريف تعلقو لکي. 7 جمادي الثاني (عرس).
- سيد غريب شاهه بخاري، ڳوٺ لکي غلام شاهه. 19-20-21 رجب (ميلو).
- داتا فيض درياهه شاهه جيلاني، ڳوٺ هنباهه، تعلقو لکي. 11-12-13 شوال (ميلو).
- سيد حاجن شاهه شهيد، ڳوٺ جامڙا، تعلقو لکي. 13-14-15 شوال (ميلو).
- سيد علي حيدر شاهه، ڳوٺ مديجي، تعلقو لکي. 11-12-13 ذوالقعد (ميلو).

**ڳڙهي ياسين شهر ۽ تعلقو:**

- رانجهن فقير، ڳوٺ جيها، تعلقو ڳڙهي ياسين. 11 ربيع الاول (ميلو).
- سيد شمشير شاهه غازي، ڳوٺ ٻيلو، تعلقو ڳڙهي ياسين. 13-14 شعبان (ميلو).
- غلام شاهه غازي، ڳوٺ فتح پور، تعلقو ڳڙهي ياسين. 21-22-23 شوال (ميلو).
- صوفي شاهه ۽ گل شاهه، ڳوٺ قائم سڏايو لڳ ڳڙهي ياسين. 27-28-29 ذوالقعد (ميلو).

**سکر شهر ۽ ضلعو:**

- آدم شاهه، آدم شاهه جي ٽڪري، سکر شهر. 3-4-5 صفر (عرس).
- سيد باغ علي شاهه، لڳ قطب ڳوٺ، تعلقو سکر. 13-14-15 ربيع الثاني (ميلو).
- سيد اميد علي شاهه جيلاني، لڳ سکر شهر. 17-18-19 جمادي الاول (ميلو).
- قاضي بابا مست، سکو تلاءُ، سکر. 15-16-17 شعبان (ميلو).
- سيد صدر الدين بخاري، لڳ ايوب پل، سکر. 15-16-17 شعبان (ميلو).
- پير راڄڻ قطار، ڳوٺ ٻبر لوءِ، تعلقو سکر. 21-22-23 شعبان (ميلو).
- حضرت شيخ شيهن بادشاهه، لڳ صدر ٽاٽو سکر. 23-24-25 شعبان (ميلو).
- شاهه خير الدين جيلاني، المعروف ”جيئي شاهه“ پراڻو سکر. 26-27-28 رمضان (ميلو).
- مير معصوم بکري، معصوم شاهه جو منارو، جيلاني روڊ سکر. 13-14 شوال (ميلو).
- سيد عباس ڏنو شاهه رضوي، ڳوٺ بارگاهه، لڳ صالح پٽ. 3-4-5 ذوالحج (ميلو).

**روهڙي شهر ۽ تعلقو:**

- زيارت ”وار – مبارڪ“ روهڙي شهر. هر مهيني جو ماهه پهريون جمعو.
- فقير الله بخش آخوند، روهڙي شهر. 7-8-9 صفر (ميلو).
- حاجن شاهه حضوري، روهڙي شهر. 9-10-11 صفر (ميلو).
- مير جان الله رضوي، روهڙي شهر. 1 ربيع الاول (عرس).
- صوفي شاهه شڪر گنج، لڳ ڪالڪان – ديوي مندر، روهڙي شهر. 11-12-13 جمادي الاول (ميلو).
- سيد نور شاهه، ڳوٺ پٽ نور شاهه لڳ، اروڙ، تعلقو روهڙي شهر. 13-14-15 جمادي الاول (ميلو).
- پير غريب شاهه بخاري، لڳ روهڙي. 7-8-9 رجب (ميلو).
- لعل شاهه شهيد، ڳوٺ رسول بخش چنجڻ، لڳ روهڙي. 10-11-12 رجب (ميلو).
- حاجن شاهه بودلو، روهڙي شهر. 13-14-15 شعبان (ميلو).
- سيد مقصود شاهه بادشاهه، سيمينٽ فيڪٽري روهڙي. 7 شوال (ميلو).
- فقير محمد حسن ”بيڪس“ روهڙي شهر. 13-14-15 شوال (ميلو).
- سيد محمود شاهه جيلاني، ڳوٺ سعيد آباد، تعلقو روهڙي. 15-16-17 شوال (ميلو).
- سيد حمير شاهه قلندر، روهڙي شهر. 27-28-29 شوال (ميلو).
- سيد اڪبر شاهه ثاني، لڳ روهڙي. 5-6-7 ذوالقعد (ميلو).
- مخدوم نوح بکري، ڳوٺ بکر، لڳ روهڙي. 11-12-13 ذوالقعد (ميلو).
- فقير قادر بخش، ’بيدل‘ روهڙي شهر. 14-15-16 ذوالقعد (ميلو).
- سيد گل شاهه بادشاهه، ڳوٺ اروڙ. 4-5-6 ذوالحج (ميلو).
- ملا محب شاهه، لڳ مختيار ڪار آفيس روهڙي شهر. 10-11 ذوالحج (ميلو).
- سيد جلال شاهه بخاري، ڳوٺ دبر لڳ روهڙي. 13-14-15 ذوالحج (ميلو).
- فقير محمد صالح جيهو، ڳوٺ دونهون لڳ روهڙي. 15-16-17 ذوالحج (ميلو).

**خيرپور شهر ۽ تعلقو:**

- محمد شاهه جيلاني، المعروف ”شاهه لڏائي“ ڳوٺ لڏائي، تعلقو خيرپور. 1-2-3-4 صفر (ميلو).
- پير بچل شاهه راشدي، لڳ خيرپور. 13-14-15 صفر (ميلو).
- فقير شادي شهيد، ڳوٺ شادي شهيد، تعلقو خيرپور. 13-14-15 ربيع الثاني (ميلو).
- پير صبعت الله، المعروف ”ايراني پير“ ڳوٺ شادي شهيد. 25-26-27 ربيع الثاني (ميلو).
- شيخ مهائين، لڳ خيرپور. 9-10-11 رجب (ميلو).
- سيد احمد شاهه جيلاني، ڳوٺ ولي محمد پتي، لڳ ڪنب 13-14 رجب (ميلو).
- محمد شاهه بخاري، لڳ خيرپور. 21-22-23 رجب (ميلو).
- اڌهم سلطان، خيرپور. 13 رمضان (ميلو).
- حاجن شاهه بودلو، خيرپور. 27-28 رمضان (ميلو).
- سيد بچل شاهه بخاري، بچل شاهه محلو، خيرپور. 3-4-5 شوال (ميلو).
- سيد غلام مجتبيٰ شاهه، المعروف ”پير رامپوري“ سعدو ڳوٺ خيرپور. 4-5 شوال (عرس).
- احمد شاهه بخاري، ڳوٺ ٽنڊو مير ڪرم خان لڳ سوڀو ديرو. 27-28-29 شوال (ميلو).
- مهر علي شاهه جيلاني، خيرپور. 4-5-6 ذوالقعد (ميلو).

**ڪنگري شهر ۽ تعلقو (پير جو ڳوٺ):**

- مخدوم محمد اسماعيل ڳوٺ پريالو تعلقو ڪنگري. 8 ربيع الاول (عرس).
- مفتي مقدس علي، پير جو ڳوٺ. 15 رجب (عرس).
- فقير لعل پير المعروف ’موريل سائين‘ ڳوٺ مهيسر، لڳ پير جو ڳوٺ 22-23-24 شعبان (ميلو).
- سخي شاهه حسين رضوي، صوفي، پريالو تعلقو ڪنگري. 29 شعبان (ميلو).
- فقير محمد بخش منگريو، ڳوٺ ملنگ مگريو، تعلقو ڪنگري، 5 ذوالقعد (عرس).

- صوفي عبدالله جانوري، ڳوٺ جانوري، تعلقو ڪنگري. 3-4-5 ذوالقعد (ميلو).
- سيد عاشق حسين جيلاني، لڳ مٺڙي، تعلقو ڪنگري. 3-4-5 ذوالحج (ميلو).

**فيض گنج شهر ۽ تعلقو:**

- فقير خير محمد هيسباڻي، ڳوٺ خوش خير محمد. 21-22-23 صفر (ميلو).
- حاجي حسين شاهه لڪياري، ڳوٺ ڪرونڊي. 5-6-7 ربيع الثاني (ميلو).
- سيد جميل شاهه جيلاني، ڳوٺ پڪا چانگ. 23-24-25 ربيع الثاني (ميلو).
- صوفي مظهر علي جلالاڻي، ڳوٺ نصير فقير جلالاڻي. 21-22 جمادي الثاني (ميلو).
- پير گنبل شاهه، ڳوٺ گاد شريف، لڳ سينارجا. 9-10-11 رجب (ميلو).
- نصير فقير جلالاڻي، ڳوٺ نصير فقير جلالاڻي. 27-28-29 رجب (ميلو).
- پير منل شاهه، ڳوٺ بصيرو، لڳ فيض گنج. 3-4-5 شعبان (ميلو).
- پير نانگو شاهه دفتري، سينارجا شهر 15-16-17 شوال (ميلو).
- پير محبت شاهه، ڳوٺ وڏا بوزدار. 26-27-28 شوال (ميلو).
- پير يوسف علي شاهه، ڳوٺ وڏا بوزدار. 27-28-29 شوال (ميلو).
- سيد عبدالغفار شاهه جيلاني، ڳوٺ وڏا ماچون. 17-18-19 ذوالقعد (ميلو).
- سيد چٽن شاهه بخاري، ڳوٺ سينارجا. 19-20-21 ذوالقعد (ميلو).
- غلام حيدر گودڙيو، ڳوٺ مينگهو فقير شر. 25-26-27 ذوالقعد (ميلو).
- فولاد فقير شر، ڳوٺ مينگهو فقير شر. 13-14-15 ذوالحج (ميلو).

**گنبٽ تعلقو:**

- مخدوم عبدالرحمان شهيد، ڳوٺ کهڙا شريف. 5-6-7 ربيع الاول (عرس).
- پير شاهه اويس، ڳوٺ راڻيپور. 15-16-17 ربيع الاول (ميلو).
- سيد ريجهل شاهه لڪياري، ڳوٺ ٻليهاڙي. 15-16-17 جمادي الاول (ميلو).
- مصري شاهه جيلاني، ڳوٺ وساڻ آباد، لڳ راڻيپور. 3-4-5 شعبان (ميلو).
- سيد حسن شاهه، ڳوٺ سگيون، تعلقو گنبٽ. 5-6-7 شعبان (ميلو).
- پير احمد نواز جيلاني، ڳوٺ نواڙي شريف. 8-9-10 شعبان (ميلو).
- صوفي سچل سرمست، ڳوٺ درازا شريف. 12-13-14 رمضان (ميلو).
- سيد مهدي شاهه جيلاني، ڳوٺ تڪياتي. 12-13-14 شوال (ميلو).
- سخي بودلي بادشاهه، ڳوٺ راڻيپور. 25-26-27 شوال (ميلو).
- حضرت محمد بخش مگريو، ڳوٺ ملنگ مگريو. 25 شوال (عرس).
- پير مهر شاهه جيلاني، ڳوٺ ڍرب مهر شاهه. 3-4-5 ذوالقعد (ميلو).
- لونگ فقير صوفي، ڳوٺ ڪلاب جيئل. 23-24-25 ذوالقعد (ميلو).
- پير سچل شاهه جيلاني، ڍرب مهر شاهه. 17-18-19 ذوالحج (ميلو).
- پير تاج محمد، لڳ پيلار ڳوٺ، تعلقو راڻيپور. 23-24 ذوالحج (ميلو).

**ڪوٽڏيجي شهر ۽ تعلقو:**

- سيد امام علي شاهه نقوي، ڪوٽڏجي شهر. 21-22-23 صفر (ميلو).
- سيد گنبل شاهه بخاري، لڳ ڪوٽڏيجي. 11-12-13 ربيع الثاني (ميلو).
- سيد انور علي شاهه بخاري، ڳوٺ پنڊ حاجاڻا. لڳ ڪوٽڏجي. 23-24 جمادي الثاني (ميلو).
- سيد ابن علي شاهه، ڪوٽڏيجي. 27-28-29 رجب (ميلو).
- اڌهم سلطان بادشاهه، ڪوٽڏجي. 14-15-16 رمضان (ميلو).

**ٺري ميرواهه تعلقو:**

- صوفي طالب علي خاصخيلي، ڳوٺ ڏيهي خاصخيلي. 3-4-5 جمادي الثاني (ميلو).
- سيد ڪرم شاهه بخاري، ڳوٺ ڪوڙڪي حاجاڻو. 13-14-15 شوال (ميلو).
- سيد باقر شاهه، ڳوٺ ٺارو سوراهه ريگستان. 14-15-16 شوال (ميلو).
- سيد نجف علي شاهه، ڳوٺ الهڏنو عامر. 21-22-23 ذوالقعد (ميلو).
- سيد حاجن شاهه، ڳوٺ هاشم گوپانگ. 15-16-17 ذوالحج (ميلو).

**گهوٽڪي شهر ۽ تعلقو:**

- سيد انور علي شاهه بخاري، لڳ گهوٽڪي. 14-15-16 محرم (ميلو).
- پير محمد يامين شاهه راشدي، گهوٽڪي شهر. 17-18-19 صفر (ميلو).
- سيد حسين شاهه ٻيلي، گهوٽڪي شهر. 15-16-17 جمادي الاول (ميلو).
- پير فضل ڪريم سرهندي، ڳوٺ مرزاپور. 17-18-19 جمادي الثاني (ميلو).
- مخدوم محمد صديق سيهڙ، ڳوٺ محمدپور. 27-28-29 رجب (عرس).
- حافظ عبدالله، اباوڙو شهر. 3-4 شعبان (عرس).

- سيد جهنگل شاهه بخاري مست، ڳوٺ حاجي مهيسر لڳ بس اسٽاپ گهوٽڪي. 20-21-22 شعبان (ميلو).
- مست سيد فقير لعل شاهه بخاري، ڳوٺ حاجي مولودي. 25-26-27 ذوالقعد (ميلو).
- پير حضور شاهه. لڳ ماڇڪو، تعلقو اٻاوڙو. 27-28-29 ذوالقعد (ميلو).

**پنوعاقل شهر ۽ تعلقو:**

- پير عبدالرحمان، پرچونديءَ شريف. 9-10-11 صفر (عرس).
- ميان محمد صالح ڏاريجو، ٻائجي شريف. 9-10 ربيع الاول (عرس).
- ابوالبقا پير مظهر الدين راشدي، ڳوٺ ٺلاءِ شريف. 22-23 ربيع الثاني (ميلو).
- مخدوم محمد صديق، پرچونديءَ شريف. 24-25 رجب (عرس).
- پير عبدالرحيم، پرچونديءَ شريف. 1-2-3 شوال (عرس).
- مخدوم حماد الله هاليجوي، هاليجي شريف. 12-13 ذوالحج (عرس).

**ميرپور ماٿيلو شهر ۽ تعلقو:**

- سيد بچل شاهه بخاري جهانپور، ڳوٺ پنهل ڪولاچي. 12 کان 14 محرم (ميلو).
- سيد شاهه محمد شاهه ، ڳوٺ محمود آباد، لڳ ميرپور ماٿيلو. 24-25 ربيع الاول (ميلو).
- سيد باقر علي شاهه، لڳ ميرپور ماٿيلو. 13-14-15 جمادي الثاني (ميلو).
- سيد غلام بغداد شاهه جيلاني، لڳ ميرپور ماٿيلو.5-6-7 شوال (ميلو).
- سيد انور علي شاهه، درگاهه جهانپور، ڳوٺ پنهل ڪولاچي، 21-22-23 شوال (ميلو).

**جيڪب آباد شهر ۽ تعلقو:**

- سيد لونگ شاهه تڪيو لڳ جيڪب آباد. 11-12-13 صفر (ميلو).
- سيد بچل شاهه بخاري، غريب آباد محلو جيڪب آباد. 25-26-27 رجب (ميلو).
- ميان خان محمد ڪلهوڙو. لڳ جيڪب آباد. 27-28-29 رجب (ميلو).
- سيد مهر علي شاهه غازي، لڳ ڳوٺ آدم پنهور. 9-10 شعبان (ميلو).
- ملنگ شاهه بابا مڪي، جيڪب آباد شهر 11-12-13-14 شعبان (ميلو).
- ديرڏٺي، ڳوٺ سيرائي. 9-10-11 شوال (ميلو).
- سيد باسط علي شاهه، لڳ جيڪب آباد. 25-26-27 شوال (ميلو).

**ڳڙهي خيرو تعلقو:**

- سيد لعل شاهه بري، لڳ ڳڙهي خيرو. 9-10-11 ربيع الاول (ميلو).
- سيد نجف علي شاهه رضوي، لڳ اوستو محمد. 19-20-21 شوال (ميلو).
- سيد مهر علي شاهه سبزواري، ڳوٺ غلام محمد جمالي، 5-6-7 ذوالقعد (ميلو).
- پير بچل شاهه بخاري، لڳ مولاداد. 13-14-15 ذوالعقد (ميلو).
- سيد پير محمد شاهه، ڳڙهي خيرو. 8-9-10 ذوالحج (ميلو).

**ڪشمور تعلقو:**

- سيد همت علي شاهه بخاري، لڳ ڳوٺ دلمراد. 3-4-5 صفر ( يلو).
- سيد غوث علي شاهه جيلاني، لڳ ڳوٺ مير دوست علي. 19-20-21 جمادي الاول (ميلو).
- سيد علي غلام شاهه نقوي، لڳ ڪنڊ ڪوٽ. 17-18-19 ربيع الاول (ميلو).
- سيد مهدي شاهه غازي، لڳ بخشاپور. 9-10-11 ذوالقعد (ميلو).

**ٺل تعلقو:**

- سيد غلام عباس شاهه جيلاني، ڳوٺ جونگل 19-20-21 ربيع الاول (ميلو).
- سيد بخش علي شاهه لڪياري، لڳ مير حسن 17-18-19 جمادي الاول (ميلو).
- سيد عنايت علي شاهه، ڳوٺ شاهپور. 9-10-11 رجب (ميلو).
- پير مهر علي شاهه، ڳوٺ پرڳڙي. 27-28-29 رجب (ميلو).

**عمرڪوٽ تعلقو:**

- فقير عارف هاليپوٽو، ڳوٺ راڍهار. 27-28-29 ربيع الاول (ميلو).
- ميون جان محمد ڪيريو، ڳوٺ وهرو. 11-12-13 رجب (ميلو).
- پير صلاح الدين، المعروف ”راٽو گجو“ ڳوٺ سوڍو شهيد. 22-23-24 رجب (ميلو).
- سيد ڪارڙو شهيد، ڳوٺ ڪارڙو شهيد، 3-4-5 شعبان (ميلو).
- صوفي صادق فقير، ڳوٺ صوفي فقير. 13-14-15 رمضان (ميلو).

**سامارو تعلقو:**

- سيد محمود شاهه، ڳوٺ نبي سر روڊ. 17-18-19 محرم (ميلو).
- فقير حسن باغباني، لڳ سامارو. 9-10-11 جمادي الاول (ميلو).
- سيد مقبول شاهه لڪياري، ڳوٺ شادي پلي. 17-18-19 رجب (ميلو).
- سيد قاسم شاهه ڪالڙو، ڳوٺ محمد قاسم ڪالرو. 9-10-11 رجب (ميلو).
- سيد جمال شاهه غازي، ڳوٺ ڏورو نارو، 14-15-16 شعبان (ميلو).
- سيد علي شير شاهه لڪياري، ڳوٺ رام جاڳو، 28 شوال کان 2 ذوالقعد (ميلو).

- شهيد فقير عبدالرحيم گرهوڙي، ڳوٺ گرهوڙ شريف. 5-6 ذوالحج (ميلو).
- سيد ميران غازي شاهه، لڳ پٿورو اسٽيشن. 13-14-15-16 ذوالحج (ميلو).
- سيد قبول شاهه، ڳوٺ شادي پلي. 21-22-23 ذوالحج (ميلو).
- مخدوم عبدالرحمان، المعروف" رام جاڳو" ڳوٺ رام جاڳو 25-26-27 ذوالحج (ميلو).

**ٿرپارڪر ضلعو:**

**مٺي شهر ۽ تعلقو:**

- فقير راڄڙ درس، لڳ نئون ڪوٽ. 5-6-7 صفر (ميلو).
- سيد جمال شاهه لڪياري، لڳ مٺي شهر. 7-8-9 رجب (ميلو).
- محمود شاهه جيلاني، ڳوٺ پورل شاهه. 13-14-15 شوال (ميلو).
- فقير علي خان وسائيپوٽو، لڳ ڳوٺ جهاڻ سومرو. 25-26-27-28 ذوالقعد (ميلو).
- سيد مصري شاهه بخاري، مٺي شهر. 6-7-8 جمادي الاول (ميلو).
- راضي شاهه لڪياري، ڳوٺ مهراڻو لڳ نئون ڪوٽ. 9-10-11 ذوالحج (ميلو).
- شاهه حسين بخاري، ڳوٺ ڍنڍ ڪڙو، لڳ رحمڪي بازار، تعلقو ڏيپلو. 15-16-17 ذوالحج.

**ننگرپارڪر تعلقو:**

- يوسف فقير ستي جتي، ڳوٺ لنڊ فقير شيخائي گهاڙي. 12-13-14 محرم (ميلو).
- سيد غلام شاهه لڪياري، ڳوٺ ريور دل. 13-14-15 صفر (ميلو).
- ميون حامد الله، ڳوٺ ٻهه. 21-22-23 صفر (ميلو).

**چاڇرو تعلقو:**

- سيد معين شاهه، ڳوٺ هزار ڏيٿو 11-12-13 محرم (ميلو).
- ميان غازي شاهه سبزواري، ڳوٺ اوڏائي. 7-8-9 صفر (ميلو).
- پير حسن علي شاهه راشدي، ڳوٺ هزار ڏيٿو 13-14-15 ربيع الاول (ميلو).
- پير جڙيل شاهه بخاري، ڳوٺ حيات هاليپوٽو 23-24-25 ربيع الثاني (ميلو).
- پير عالم شاهه لڪياري، ڳوٺ ڳڏڙو. 21-22-23 جمادي الثاني (ميلو).
- سيد حيات شاهه جيلاني، ڳوٺ چاچي. 15-16-17 رجب (ميلو).
- سيد صلاح الدين شاهه جيلاني، مڪان ڇيڙو. 9-10-11 شعبان (ميلو).
- لعل فقير منگريو، ڳوٺ لپلو 19-20-21 شوال (ميلو).
- سيد دين علي شاهه رضوي، ڳوٺ ڇپر — ڪوسا. 17-18-19 ذوالقعد (ميلو).

**ميرپور خاص شهر ۽ تعلقو:**

- جمن شاهه غازي، لڳ ڳوٺ مير شير محمد. 25-26-27 صفر (ميلو).
- سيد مهدي شاهه جيلاني، ڳوٺ ميرواهه گورچاڻي. 27-28-29 صفر (ميلو).
- پير سيد تاج ڏٺي جيلاني، ميرپور خاص شهر 7-8-9 ربيع الاول (ميلو).
- سيد علي اڪبر شاهه، ميرپور خاص شهر 7-8-9 جمادي الثاني (ميلو).
- سيد شير محمد شاهه، ڳوٺ ڪاٺ. 14-15-16 جمادي الثاني (ميلو).
- سيد لشڪر شاهه، ڳوٺ نازڪ آباد، لڳ ميرپور خاص. 21-22-23 جمادي الثاني (ميلو).
- سيد اسماعيل شاهه بخاري، لڳ فروٽ فارم، ميرپور خاص شهر 3-4-5 رجب (ميلو).
- سيد نور شاهه غازي، ميرپور خاص شهر 27-28-29 رجب (ميلو).
- بابا نور شاهه، ڳوٺ نور خان، لڳ ميرپور خاص. 11-12-13 شعبان (ميلو).
- سيد عبدالغفور شاهه جيلاني، حيدرآباد روڊ، ميرپور خاص شهر 15-16-17 شعبان (ميلو).
- پير عالي شاهه جيلاني، پير جو ڳوٺ. 9-10-11 شوال (ميلو).
- شاهه ولي الله چشتي، خانقاهه چشتيا، ميرپور خاص شهر 5-6 ذوالقعد (عرس).
- برهان فقير، ڳوٺ برهان فقير ديهه ڪاڪ لڳ سالڪ لاڪو 14-15-16 ذوالقعد (ميلو).
- جمن شاهه جتي، ڳوٺ ٻلهاڙي لڳ ميرپور خاص. 15-16-17 ذوالحج (ميلو).

**ڏگهڙي شهر ۽ تعلقو:**

- سخي تاج محمد، جهڏو شهر 9-10-11 صفر (ميلو).
- سيد محمد شاهه بخاري، ڏگهڙي شهر 5-6-7 رجب (ميلو).
- مصري شاهه جيلاني، لڳ خداداد. 17-18-19 شعبان (ميلو).
- سيد محسن علي شاهه شيرازي، لڳ ٽنڊو جان محمد. 13-14-15 شوال (ميلو).

**ڪوٽ غلام محمد شهر ۽ تعلقو:**

- سيد سوڍل شاهه ڪاظمي، لڳ ڪاڇيلو ريلوي اسٽيشن. 3-4-5 صفر (ميلو).
- سيد لعل شاهه رضوي، ڪوٽ غلام محمد شهر 12-13-14 رجب (ميلو).
- سيد مٺل شاهه لڪياري، لڳ ڪاڇيلو فروٽ فارم. 15-16-17 شعبان (ميلو).
- سيد لعل شاهه بخاري، ڳوٺ اميد علي شاهه. 27-28-29 ذوالقعد (ميلو).
- جمال شاهه بخاري، ڪاڇيلو روڊ، ڪوٽ غلام محمد. 9-10-11 ذوالحج (ميلو).

**سنڌ ۾ لڳندڙ هندن جا ميلا:**

**حيدرآباد ضلعو:**

- امر لعل ٻارهو ڄاڻ جو ميلو، اڏيرو لعل تعلقو ٽنڊوالهيار، 1-2-3 چيٽ ۽ 30 ڦڳڻ.
- راماپير جو ميلو، ٽنڊوالهيار شهر، 17-18 ٻڊي مهيني جي ٽڻ اگيارس کان تيرس (ٽي ڏينهن)

**دادو ضلعو:**

- سامي ڏيان گهر مهراج جو ميلو، ڳوٺ ٽاٽو بولا خان، تعلقو ڪوٽڙي. 14-15 چيٽ.
- ڀڳت ديواش جو ميلو، درگاهه ساڌو ٻاڙو ڪوٽڙي شهر 3-4 ويساک.
- گرو منگل داس جو ميلو، ڳوٺ ٽاٽو بولا خان، تعلقو ڪوٽڙي، 5 کان 8 مانگهه.
- گرو بالپري، 'سندو سوائي' جو ميلو، ڳوٺ ٽاٽو احمد خان، تعلقو ڪوٽڙي. 10-11-12 مانگهه.
- شِو مهاديو جو ميلو، درگاهه ساڌو ٻاڙو ڪوٽڙي، 3 ڦڳڻ.
- شِو مهاديو جو ميلو، ڳوٺ ڏونڪڙي، تعلقو سيوهڻ، 24 ڦڳڻ.

**ٺٽو ضلعو:**

- جنم اشٽميءَ جو ميلو، آسانه ماتا سنگهه ٻواني، مڪلي ٺٽو 2 ويساک.
- پير ڪيتپال جو ميلو، ٺٽو شهر، 15 آڪاڙ.
- چيٽيءَ چنڊ جو ميلو، ڳوٺ ٻائو پورنداس، تعلقو ٺٽو، 13-14 مهينو ساوڻ.
- سخي بابا سريچند جو ميلو، ڳوٺ ٻائو پورنداس، تعلقو ٺٽو، 13-14-15 پوهه.
- شِو مهاديو جو ميلو، جهمپير شهر ۾ ڪينجهر ڪناري، تعلقو ٺٽو، 1-2 ڦڳڻ.

**گهوٽڪي ضلعو:**

- امر ڀڳت ڪنوررام جو ميلو، ڳوٺ رهڙڪي، تعلقو ميرپور ماٿيلو 28-29-30 چيٽ.
- سائين سترام داس جو ميلو، ڳوٺ رهڙڪي، تعلقو ميرپور ماٿيلو 7-8-9 ڪتي.
- سنت سڏارام جو ميلو، ڳوٺ حيات پتافي، تعلقو ميرپور ماٿيلو 4-5-6 مانگهه.
- رامديو پير جو ميلو، ڳوٺ خانپور مهر تعلقو گهوٽڪي. 3-4-5 ڦڳڻ.
- پير پکوڙائي لعل، ڳوٺ يارو لنڊ، تعلقو ميرپور ماٿيلو 5-6-7 ڦڳڻ.

**ٿرپارڪر ضلعو:**

- فقير پاربرهم جو ميلو ڳوٺ ويڙهي جهپ، تعلقو ڏيپلو 15 کان 20 چيٽ ۽ ٻڊي جي گيارس تي.
- هرداس ڀڳت ۽ نرسنگهه ڀڳت جا ميلا، مٺي شهر ۾ چيٽي چنڊ جي ڏينهن تي
- سنت نيٺورام جو ميلو اسلام ڪوٽ، تعلقو مٺي. 3-4-5 ٻڊو.
- ساميءَ جو ميلو، ڳوٺ مينگهي جو تڙ، تعلقو ڇاڇرو. ٻڊي مهيني جي چنڊ تي.
- مائي جيتان ٻائيءَ ميلو، ڳوٺ مهراڻو تعلقو ڇاڇرو، ٻڊي مهيني جي چنڊ تي.
- چنڊي پير جو ميلو، ڳوٺ ڪانٽيو، تعلقو ڇاڇرو، ٻڊي جي چنڊ تي.
- رامديو پير جو ميلو ڳوٺ ڪاسبو، تعلقو ننگر پارڪر، ٻڊي مهيني جي اگيارس تي.
- پربت گر گوسائين جو ميلو ماٺهور، لڳ مٺي. 7-8-9 اسُو
- همير پير جو ميلو، ڳوٺ ڪيجراڙو لڳ ڇيلهار، تعلقو ڇاڇرو، ماگهه جي چنڊ تي.
- رامگر جو ميلو، ڳوٺ رامجيءَ جي ويري، تعلقو ڇاڇرو، ماگهه جي چنڊ تي.
- ڏيول ديويءَ جو ميلو، ڳوٺ روهڙو، تعلقو ڇاڇرو. مانگهه جي چنڊ تي.
- مالهڻ جو ميلو، ڳوٺ هريار تعلقو ڇاڇرو، مانگهه/ ٻڊو چوڏس سهائي.
- شِو مهاديو جو ميلو، ڏيپلو شهر، 21-22 ڦڳڻ.
- شِو مهاديو جو ميلو، مٺي شهر، شِوراتري، 24 ڦڳڻ.

**عمرڪوٽ ضلعو:**

- نانگن جو ميلو، ڳوٺ نبي سر روڊ، تعلقو عمرڪوٽ، 12-13 چيٽ مهيني ۾.
- منگهو ساڌوءَ جو ميلو، ڳوٺ نبي سر روڊ، تعلقو عمر ڪوٽ، 17-18-19 چيٽ مهيني ۾.
- ڪنگهار پير جو ميلو، ڳوٺ جان هيرو، تعلقو عمرڪوٽ، ٻڊي مهيني جي چنڊ تي.
- سوامي نارائڻداس جو ميلو، لڳ ٽنڊو جان محمد، تعلقو ڪوٽ غلام محمد، 8-9-10 ٻڊي مهيني ۾
- پير پٿوري جو ميلو، ڳوٺ سوڍي جي ماڙي، تعلقو سامارو، 17 کان 24 ، ڪتي مهيني ۾.
- هندو برادريءَ جو ميلو، مالهين جي ڳوٺ لڳ شو مندر ۾، تعلقو ڪوٽ غلام محمد، 4-5 ڦڳڻ.
- شِو مهاديو جو ميلو، ڳوٺ ڪاريڙو، تعلقو عمر ڪوٽ، 19 ڦڳڻ.
- ساڙڌرو تيرٿ (ڪارونجهر)، تعلقو ننگرپارڪر، 24 ڦڳڻ.

**ميرپورخاص ضلعو:**

- ٻيٽاريءَ جو ميلو سماڌين وارو ڳوٺ لڳ رتن آباد، تعلقو ميرپور. 4-3 مهينو ويساک.

**سکر ضلعو:**

- بابا نيپراج جو ميلو رام چوک مندر، منگهارام حويلي، سکر شهر. 21-22-23 مهينو چيٽ.
- بابا بنکنڊي مهراج جو ميلو بنکنڊي آشرم، ساڌ ٻيلو سکر. 7-8-9 مهينو اکاڙ.

**سنڌ حڪومت:** سنڌ تي انگريزن، آزاد ملڪ جي صورت ۾ 1843ع ۾ قبضو ڪيو هو ۽ ڇهن سالن بعد 1847ع ۾ اُن کي بمبئي پرڳڻي سان ملائي ڇڏيو هو. اپريل 1936ع ۾ سنڌ، بمبئيءَ کان آزاد ٿي پنهنجي خودمختيار اسيمبلي ۽ حڪومت قائم ڪئي، جيڪا 1947ع تائين برصغير جو حصو رهي.

◘ 14 آگسٽ 1947ع تي پاڪستان، برصغير جي ورهاڱي ڪانپوءِ وجود ۾ آيو ۽ سنڌ، پاڪستان جو هڪ صوبو بڻجي وئي، جنهن بعد پاڪستان توڙي سنڌ صوبي ۾ برطانوي حڪومت وارو قانون رائج رهيو. جنهن هيٺ وفاق ۾ گورنر جنرل، وزيراعظم ۽ وفاقي ڪابينا ۽ صوبن ۾ گورنر، وزيراعليٰ ۽ صوبائي ڪابينا جا نمائندا حڪومتي ڪاروهنوار هلائيندا پئي رهيا آهن. اڳتي هلي وفاق ۾ گورنر جنرل جي عهدي کي 'صدر' ۾ تبديل ڪيو ويو.




پاڪستان جي وفاق توڙي صوبن ۾ اڪثر ٽن قسمن جي حڪومت رائج رهندي پئي آئي آهي:

(1) جمهوري يا عوامي حڪومت (Democratic Government)

(2) نگران يا عبوري حڪومت (Care taker Government)

(3) آمريت يا مارشل لا (Marshal Law/ Dictatorship)

جمهوري يا عوامي حڪومت، ان کي چئبو آهي، جنهن جا نمائندا چونڊن ذريعي ملڪ جو عوام چونڊيندو آهي. هن قسم جي حڪومت ۾ عوامي فيصلي کي اهميت ڏني، عوام جي چونڊيل نمائندن کي حڪومت سونپي ويندي آهي، جنهن جو مدو 5 سال هوندو آهي. پر 1996ع تائين پاڪستان جي صدر وٽ ائين آئيني ترميم هيٺ مقرر مدي کان اڳ قومي يا صوبائي حڪومتن کي ٽوڙڻ جو اختيار هوندو هو. جيڪو نائين ترميم ختم ڪانپوءِ ختم ڪيو ويو. ائين ترميم ۾ مليل اختيارن کي پاڪستان جي ملڪي تاريخ ۾ چار ڀيرا ڪم آندو ويو. اهو اختيار جنرل ضياءالحق هڪ ڀيرو، صدر اسحاق خان ٻه ڀيرا ۽ صدر فاروق لغاري هڪ ڀيرو استعمال ڪري چڪا آهن.

نگران يا عبوري حڪومت ۾ مقرر ڪيل حڪومتي نمائندا 90 ڏينهن جي آئيني مُدي پوري ڪرڻ بعد ملڪ اندر چونڊون ڪرائي، حڪومت نون چونڊيل نمائندن جي حوالي ڪري، پاڻ حڪومت تان دستبردار ٿي ويندا آهن. عام طور ملڪ ۾ عام چونڊون پڻ عبوري حڪومت جي سرپرستيءَ ۾ ٿينديون آهن.

آمريت يا مارشل لا واري حڪومت ۾ ملڪ هڪ ڊڪٽيٽر جي ور چڙهي ويندو آهي، جيڪو ملڪ تي هٿ ٺوڪيا قانون مڙهي، پنهنجا منظورِ نظر نمائندا، ملڪي عهدن تي مقرر ڪندو آهي، جن جي مُدي ختم ٿيڻ جي ڪا به تاريخ يا عرصو نه هوندو آهي.

پاڪستان ٺهڻ ڪانپوءِ، 15 آگسٽ 1947ع تي وفاق ۾ قائداعظم محمد علي جناح کي ملڪ جو گورنر جنرل ۽ نواب لياقت علي خان کي وزيراعظم مقرر ڪيو ويو.

ساڳئي وقت سنڌ صوبي ۾ به صوبائي حڪومت جو قيام عمل ۾ آيو. جنهن هيٺ سنڌ ۾ سر غلام حسين هدايت الله کي گورنر ۽ خانبهادر محمد ايوب کهڙي کي سنڌ جو وزيراعليٰ مقرر ڪيو ويو. جن سنڌ صوبي جون واڳون سنڀاليون.

هيٺ سنڌ جي گورنرن ۽ وڏن وزيرن جو سلسليوار ذڪر پيش ڪجي ٿو:

**سنڌ جا گورنر:**

(1) **سر غلام حسين هدايت الله:** سر غلام حسين هدايت الله، 14 آگسٽ 1947ع تي پاڪستان جي قيام وقت سنڌ جو پهريون گورنر مقرر ٿيو. هن سنڌ جي هندن جون ڇڏيل نوڪريون ۽ ملڪيتون هندستان مان آيل مهاجرن جي حوالي ڪيون. سر غلام حسين هدايت الله 4 آڪٽوبر 1948ع تي ڪجهه وقت بيمار رهڻ ڪانپوءِ وفات ڪئي. کيس ڪراچيءَ جي پراڻي عيدگاهه ۾ دفن ڪيو ويو.

(2) **جسٽس دين محمد شيخ:** 4 آڪٽوبر 1948ع تي سنڌ جي سر غلام حسين هدايت الله جي وفات ڪانپوءِ جسٽس دين محمد شيخ کي سنڌ جو گورنر مقرر ڪيو ويو. جنهن 7 آڪٽوبر 1948ع تي پنهنجي عهدي جو حلف کنيو.

(3) **ميان امين الدين:** 12 نومبر 1952ع تي جڏهن سنڌ جي گورنر جسٽس دين محمد گورنر جنرل کي ڇهن مهينن جي موڪل جي درخواست پيش ڪئي، ته ان جي سرڪاري طور منظوريءَ ڪانپوءِ بلوچستان صوبي سان واسطو رکندڙ ميان امين الدين کي سنڌ جو گورنر مقرر ڪيو ويو. جنهن 19 نومبر 1952ع تي پنهنجي عهدي جو حلف کنيو.

(4) **جارج ڪانسٽينٽائين:** هي 25 مئي 1953ع کان 11 آگسٽ 1953ع تائين سنڌ جو چوٿون نمبر گورنر رهيو.

(5) **حبيب ابراهيم رحمت الله:** هن 12 آگسٽ 1953ع تي گورنر هائوس ڪراچيءَ ۾ پنهنجي عهدي جو حلف کنيو. کانئس سنڌ جي چيف ڪورٽ جي قائم مقام چيف جسٽس مسٽر حسن علي آغا قسم کڻايو.

(6) **افتخار حسين ممدوٽ:** 21 جون 1954ع تي سنڌ ۾ پنجاب صوبن ۾ هڪ انتظامي تبديلي عمل ۾ آئي، جنهن هيٺ سنڌ جي گورنر حبيب ابراهيم رحمت الله کي پنجاب جو گورنر مقرر ڪيو ويو ۽ سندس جاءِ تي پنجاب جي وڏي وزير افتخار حسين ممدوٽ کي سنڌ جو گورنر مقرر ڪيو ويو. هن 24 جون 1954ع تي پنهنجي عهدي جو حلف کنيو. هي سنڌ جو پهريون پنجابي گورنر هو. افتخار حسين ممدوٽ ون يونٽ قائم ٿيڻ تائين سنڌ جو گورنر رهيو.

**ون يونٽ:** 1954ع جي آخر ۾ پاڪستان جي سيني صوبن کي ملائي هڪ صوبي جي شڪل ڏني (ون يونٽ قائم ڪري)، 'اولهه پاڪستان' جو نالو ڏنو ويو. اهڙيءَ طرح پاڪستان ۾ شامل اوڀر بنگال کي 'اوڀر پاڪستان' صوبي جو نالو ڏنو ويو. 22 نومبر 1954ع تي پاڪستان جي وزيراعظم محمد علي بوگرا، ريڊيو پاڪستان تي اولهه پاڪستان ۽ اوڀر پاڪستان صوبن جو اعلان ڪيو. جنهن کانپوءِ اهڙو بل قومي ۽ چئني صوبائي اسيمبلين آڏو پيش ڪيو ويو. جنهن کي ٽن صوبائي اسيمبلين بلوچستان، سرحد ۽ پنجاب منظور ڪيو پر سنڌ جي وڏي وزير پيرزادي عبدالستار سنڌ اسيمبليءَ ۾ ان بل جي مخالفت ڪئي، جنهنڪري ڪيس هٽائي سندس جاءِ تي محمد ايوب کهڙي کي سنڌ جو وڏو وزير مقرر ڪيو ويو. جنهن سنڌ اسيمبليءَ جي ميمبرن کان زوريءَ اهو بل منظور ڪرايو.

قانوني طور مغربي پاڪستان صوبو 14 آڪٽوبر 1955ع تي عمل ۾ آيو. پر نومبر کان ان کي عملي شڪل ڏني، صوبي جي گاديءَ جو هنڌ لاهور مقرر ڪيو ويو ۽ ان جو گورنر مشتاق احمد گورماڻيءَ کي مقرر ڪيو ويو. جڏهن ته مغربي پاڪستان صوبي جو وزيراعليٰ خان عبدالغفار خان جي ڀاءُ ڊاڪٽر خان صاحب کي مقرر ڪيو ويو. صوبي جي هڪ عبوري ڪابينا به جوڙي وئي، جنهن ۾ محمد ايوب کهڙو، ميان ممتاز محمد خان دولتانه، سردار عبدالحميد دستي، خان قربان علي خان، سيد عابد حسين ۽ سردار بهادر خان وغيره شامل هئا.

هن نئين صوبي جي قيام جو اصل محرڪ، ان وقت جو چيف آف آرمي اسٽاف جنرل محمد ايوب خان هو جنهن ان وقت وزيراعظم محمد علي بوگرا جي ڪابينا ۾ وزير دفاع جو عهدو سنڀاليو ۽ هن عهدي تي رهي ڪيس فوجي دٻاءَ جي زور تي وزيراعظم سميت ڪابينا جي سيني ميمبرن کان نئين صوبي 'اولهه پاڪستان' جي حمايت حاصل ڪرڻ ڪا ڏکي ڳالهه نه هئي.

14 آڪٽوبر 1954ع تي ون يونٽ جي قيام کانپوءِ، جنرل محمد ايوب خان 24 آڪٽوبر 1958ع تي ملڪ ۾ مارشل لا لاڳو ڪري، ملڪ جو صدر بڻجي پوري ملڪ جون واڳون پنهنجي هٿ ۾ رکيون. 11 سالن جي ڊگهي عرصي کانپوءِ 25 مارچ 1969ع تي جنرل محمد ايوب خان جي حڪومت جو خاتمو آيو ۽ جنرل يحيٰ خان ملڪ جو صدر بڻيو. جنهن پهرين جولاءِ 1970ع تي ون يونٽ جو خاتمو آندو ۽ صوبن جي پراڻي حيثيت بحال ٿي.

(7) **ليفٽيننٽ جنرل رخمان گل پي. اي:** ليفٽيننٽ جنرل رخمان گل، 1 جولاءِ 1970ع تي سنڌ جو نئون گورنر مقرر ٿيو ۽ 20 ڊسمبر 1971ع تائين ان عهدي تي رهيو.

(8) **ممتاز علي خان ڀٽو:** ون يونٽ ٽٽڻ کانپوءِ ممتاز علي خان ڀٽو سنڌ جو پهريون سويلين گورنر 22 ڊسمبر 1971ع تي مقرر ٿيو ۽ سندس مدو 20 اپريل 1972ع تائين هليو. سندس واسطو پيپلز پارٽيءَ سان هو.

(9) **مير رسول بخش ٽالپر:** ممتاز علي خان ڀٽي جي معزوليءَ کانپوءِ مير رسول بخش ٽالپر کي سنڌ جو گورنر مقرر ڪيو ويو. هن 1 جون 1972ع تي عهدي جو قسم کنيو ۽ 14 فيبروري 1973ع تائين گورنر رهيو. هن جو پڻ پيپلز پارٽيءَ سان واسطو هو.

(10) **بيگم رانا لياقت علي خان:** بيگم رانا لياقت علي خان ملڪ جي پهرئين وزيراعظم لياقت علي خان جي گهرواري هئي. هن جو ڪنهن به پارٽيءَ سان واسطو نه هو. هن 15 فيبروري 1973ع تي گورنر جي عهدي جو قسم کنيو ۽ 28 فيبروري 1976ع تائين هن عهدي تي رهي.

(11) **الحاج محمد دلاور خانجي:** هي 1 مارچ 1976ع تي سنڌ جو گورنر مقرر ٿيو ۽ 5 جولاءِ 1977ع تائين هن عهدي تي فائز رهيو. هن جي سياسي وابستگي پيپلز پارٽيءَ سان هئي.

(12) **عبدالقادر شيخ:** عبدالقادر شيخ، 6 جولاءِ 1977ع تي سنڌ جي گورنر طور قسم کنيو ۽ 17 سيپٽمبر 1978ع تائين هن عهدي تي رهيو. هيءُ سول ايڊمنسٽريشن سان وابسته هو.

(13) **ليفٽيننٽ جنرل ايس. ايم. عباسي:** جنرل ايس. ايم. عباسي، جنرل ضياءالحق جي مارشل لا دوران 18 سيپٽمبر 1978ع تي سنڌ جي گورنر طور قسم کنيو ۽ 16 اپريل 1984ع تائين هن عهدي تي رهيو.

(14) **ميجر جنرل محمود اسلم حيات:** هن کي ايس.ايم عباسيءَ جي جاءِ تي ڪجهه عرصي لاءِ قائم مقام گورنر طور مقرر ڪيو ويو ۽ 1980ع تائين هن عهدي تي رهيو.

(15) **ليفٽيننٽ جنرل (ر) جهانداد خان:** جهانداد خان، آرميءَ جو رٽائرڊ جنرل هو ۽ 1984ع کان 1987ع تائين سنڌ جي گورنر جي عهدي تي فائز رهيو.

(16) **اشرف ڊبليو تاباني:** اشرف ڊبليو تابانيءَ، سنڌ جي گورنر طور 5 جنوري 1987ع تي عهدي جو قسم کنيو ۽ 23 جون 1988ع تائين هُو انهيءَ عهدي تي رهيو. سندس سياسي وابستگي مسلم ليگ سان هئي.

(17) **جنرل (ر) رحيم الدين خان:** هيءُ آرميءَ جو رٽائرڊ جنرل ۽ جنرل ضياء الحق جي دؤر جو سنڌ جو آخري گورنر هو. هن جي گورنر طور 24 جون 1988ع تي مقرري ٿي ۽ 12 سيپٽمبر 1988ع تائين هن عهدي تي رهيو.

سنڌ حڪومت

**(18) جسٽس (ر) قديرالدين احمد:** هيءُ 12 سيپٽمبر 1988ع کان 18 اپريل 1989ع تائين سنڌ جو گورنر رهيو.

**(19) جسٽس فخرالدين جي. ابراهيم:** جسٽس فخرالدين جي. ابراهيم سپريم ڪورٽ سان وابسته پهريون ۽ واحد سنڌ جو گورنر هو. جنهن 19 اپريل 1989ع تي پنهنجي عهدي جو قسم کنيو ۽ 6 آگسٽ 1990ع تائين هن عهدي تي رهيو.

**(20) محمود اي. هارون (پهريون ڀيرو) :** سرحاجي عبدالله هارون جو پٽ محمود هارون، 6 آگسٽ 1990ع تي سنڌ جو گورنر مقرر ٿيو ۽ 18 جولاءِ 1993ع تائين هن عهدي تي رهيو. سندس ڪنهن به سياسي پارٽي وغيره سان سڌي وابستگي نه هئي.

**(21) حڪيم محمد سعيد:** حڪيم محمد سعيد، سنڌ ۾ عام ڀلائيءَ جي ڪمن ۾ وڏي شهرت رکندڙ شخص هو ۽ سندس ڪنهن به سياسي پارٽيءَ سان سڌي وابستگي نه هئي. هن ڪي 19 جولاءِ 1993ع تي سنڌ جو گورنر مقرر ٿيو ۽ 23 جنوري 1994ع تائين ان عهدي تي فائض رهيو. کيس ڪراچيءَ ۾ دهشتگردن شهيد ڪيو.

**(22) محمود اي. هارون (ٻيو ڀيرو) :** محمود اي. هارون ٻيو ڀيرو 23 جنوري 1994ع تي سنڌ جو گورنر مقرر ٿيو ۽ 21 مئي 1995ع تائين هن عهدي تي رهيو.

**(23) ڪمال اظفر:** ڪمال اظفر 22 مئي 1995ع تي گورنر جو عهدو سنڀاليو ۽ 16 مارچ 1997ع تائين هن عهدي تي رهيو. هن جي سياسي وابستگي پيپلز پارٽيءَ سان هئي.

**(24) ليفٽيننٽ جنرل معين الدين حيدر:** هيءُ آرمي جو رٽائرڊ جنرل هو. کيس 17 مارچ 1997ع تي سنڌ جو گورنر مقرر ڪيو ويو ۽ 17 جنوري 1999ع تائين ان عهدي تي رهيو.

**(25) ممنون حسين خان:** ممنون حسين خان، 19 جون 1999ع تي گورنر مقرر ٿيو ۽ 19 آڪٽوبر 1999ع تائين هن عهدي تي رهيو هن جو سياسي طور ڪنهن به پارٽيءَ سان واسطو نه هو.

**(26) ايئر مارشل عظيم دائودپوٽو:** پاڪستان ايئر فورس سان وابسته ايئر مارشل عظيم دائودپوٽو سنڌ جي مشهور عالم ڊاڪٽر عمر بن محمد دائودپوٽي جو فرزند هو. 1999ع ۾ جنرل پرويز مشرف جي حڪومت دوران کيس سنڌ جو گورنر مقرر ڪيو ويو هيءُ هن عهدي تي 25 آڪٽوبر 1999ع کان 24 مئي 2000ع تائين رهيو.

**(27) محمد ميان سومرو:** مشهور اقتصادي ماهر ۽ بئنڪر محمد ميان سومري کي پڻ پرويز مشرف حڪومت ۾ سنڌ جو گورنر مقرر ڪيو ويو. هن 25 مئي 2000ع کان 26 ڊسمبر 2002ع تائين ان عهدي تي رهي ڪم ڪيو.

**(28) عشرت العباد خان:** عشرت العباد خان جو واسطو متحده قومي موومينٽ سان آهي ۽ هي سڀ کان وڌيڪ عرصو سنڌ جو گورنر رهندڙ شخص آهي. عشرت العباد خان، پرويز مشرف جي دور ۾ 27 ڊسمبر 2002ع تي گورنر مقرر ٿيو ۽ اڄ ڏينهن تائين ان عهدي تي فائز آهي.

## سنڌ جا وزيراعليٰ

جڏهن سنڌ، بمبئي پرڳڻي کان اپريل 1936ع ۾ آزاد ٿي ۽ 1937ع ۾ پهرين سنڌ اسيمبلي چونڊي وئي، ته ان وقت سنڌ صوبي جو اعليٰ منتظم (Chief Executive)، پريميئر (Premier) يا وزيراعظم هوندو هو.

پاڪستان جي قيام تائين سنڌ جا هيٺيان پريميئر/ وزيراعظم رهيا:

**سر غلام حسين هدايت الله:** هيءُ سنڌ جو پهريون چونڊيل وزيراعظم هو. جيڪو 28 اپريل 1937ع کان 23 مارچ 1938ع تائين هن عهدي تي فائز رهيو. سندس سياسي وابستگي 'مسلم پيپلز پارٽيءَ' سان هئي.

**الهه بخش سومرو:** سنڌ جو محب وطن سياستدان الهه بخش سومرو، پهريون ڀيرو 23 مارچ 1938ع تي سنڌ جو وزيراعظم ٿيو ۽ 8 اپريل 1940ع تائين هن عهدي تي فائز رهيو. سندس سياسي وابستگي 'اتحاد پارٽيءَ' سان هئي.

**مير بنده علي خان ٽالپر:** مير بنده علي خان ٽالپر 18 اپريل 1940ع تي سنڌ جو وزيراعظم چونڊيو ويو ۽ 7 مارچ 1941ع تائين هن عهدي تي رهيو. سندس سياسي وابستگي 'آل انڊيا مسلم ليگ' سان هئي.

**الهه بخش سومرو (ٻيو ڀيرو) :** الهه بخش سومرو، مير بنده علي خان ٽالپر کانپوءِ 7 مارچ 1941ع تي ٻيو ڀيرو سنڌ جو وزيراعظم چونڊيو ويو، انهيءَ عهدي تي 14 آڪٽوبر 1942ع تائين رهيو.

**غلام حسين هدايت الله (ٻيو ڀيرو) :** سر غلام حسين هدايت الله انگريزن جو حمايت يافته هو، جنهنڪري کيس 'سر' جو خطاب ڏنو ويو هي ٻيو ڀيرو 14 آڪٽوبر 1942ع تي سنڌ جو وزيراعلي ٿيو ۽ 14 آگسٽ 1947ع تائين هن عهدي تي فائز رهيو.

## پاڪستان کانپوءِ

پاڪستان کان پوءِ سنڌ صوبي جي اعليٰ منتظم (Chief Executive) کي وزيراعليٰ (Chief Minister) سڏيو ويو هن وقت تائين هيٺيان وزيراعليٰ رهيا آهن:

**محمد ايوب کهڙو (پهريون ڀيرو) :** ورهاڱي کان پوءِ محمد ايوب کهڙو، 14 آگسٽ 1947ع تي سنڌ جو پهريون وزيراعليٰ ٿيو ۽ هُو 26 اپريل 1948ع تائين هن عهدي تي رهيو. سندس تعلق پاڪستان مسلم ليگ سان هو.

**پير الاهي بخش:** هي سياسي طور پاڪستان مسلم ليگ سان وابسته هو 3 مئي 1948ع تي سنڌ جو وزيراعليٰ ٿيو ۽ 4 فيبروري 1949ع تائين هن عهدي تي رهيو.

**محمد يوسف هارون:** هيءُ 18 فيبروري 1949ع تي سنڌ جو وزيراعليٰ

سنڌ حڪومت

مقرر ٿيو ۽ 7 مئي 1950ع تائين هن عهدي تي فائز رهيو. سنڌس واسطو پاڪستان مسلم ليگ سان هو.

**قاضي فضل الله:** هن جي سياسي وابستگي پاڪستان مسلم ليگ سان هئي. هن 8 مئي 1950ع تي سنڌ جي وزيراعليٰ جي عهدي جو قسم کنيو ۽ 24 مارچ 1951ع تائين هن عهدي تي فائز رهيو.

**محمد ايوب کهڙو (ٻيو پيرو):** محمد ايوب کهڙو ٻيو پيرو 25 مارچ 1951ع تي سنڌ جو وزيراعليٰ ٿيو ۽ هن عهدي تي مارچ 1953ع تائين فائز رهيو.

◈ 29 ڊسمبر 1951ع کان 22 مئي 1953ع تائين سنڌ ۾ گورنر راڄ لاڳو رهيو.

**عبدالستار پيرزادو:** پيرزادي عبدالستار جو پاڪستان مسلم ليگ سان واسطو هو. هن 22 مئي 1953ع تي سنڌ جي وزيراعليٰ جي عهدي جو قسم کنيو ۽ 8 نومبر 1954ع تائين وزيراعليٰ رهيو.

**محمد ايوب کهڙو (ٽيون پيرو):** محمد ايوب کهڙو ٽيون ۽ آخري پيرو، ونيونٽ جي قيام کانپوءِ 9 نومبر 1954ع تي سنڌ جو وزيراعليٰ ٿيو. سنڌس وزيراعليٰ هجڻ دوران جنرل ايوب خان مارشل لا ۽ ونيونٽ مڙهي، سنڌ جي صوبائي حيثيت ختم ڪئي. ايوب کهڙي ونيونٽ جي تائيد ڪئي، جنهن تي سنڌ جي تاريخ ۾ مٿس وڏي تنقيد ڪئي وڃي ٿي. ان وقت سنڌس واسطو مسلم ليگ سان هو ۽ هي 13 آڪٽوبر 1955ع تائين وزيراعليٰ رهيو. ايوب خان جي مارشل لا ۽ صوبن جي تاريخي حيثيت جو خاتمو 30 جون 1970ع تائين قائم رهيو. پهرين جولاءِ 1970ع تي مارشل لا لاڳو ڪئي وئي، جيڪا پهرين مئي 1972ع تائين هلي ۽ ون يونٽ کان وٺي مارشل لا واري سڄي عرصي ۾ سنڌ جو ڪوبه وزيراعليٰ نه رهيو.

**ممتاز علي خان ڀٽو:** ون يونٽ جي ڊگهي عرصي ۽ مارشل لا کانپوءِ هيءُ پهريون سويلين وڏو وزير ٿيو. هن پهرين مئي 1972ع تي وزيراعليٰ جو حلف کنيو ۽ 20 ڊسمبر 1973ع تائين هن عهدي تي رهيو. سنڌس سياسي تعلق پاڪستان پيپلز پارٽيءَ سان هو.

**رئيس غلام مصطفيٰ خان جتوئي:** رئيس غلام مصطفيٰ خان جتوئي، 22 ڊسمبر 1973ع تي سنڌ جو وڏو وزير مقرر ٿيو ۽ 5 جولاءِ 1977ع تائين هن عهدي تي رهيو. هي به پاڪستان پيپلز پارٽيءَ سان لاڳاپيل رهيو.

◈ 5 جولاءِ 1977ع تي ايشيا جي ماڊل ڊڪٽيٽر ضياء الحق، ذوالفقار علي ڀٽي جي حڪومت کي ختم ڪري، مارشل لا مڙهي ڇڏي. ان دوران فوجي راڄ رهيو ۽ ذوالفقار علي ڀٽي کي ڦاسي ڏني وئي. جمهوريت جي بحاليءَ لاءِ ايم. آر. ڊيءَ جي تحريڪ هلي، مارشل لا جو دور اپريل 1985ع تائين هليو. آخر جنرل ضياءَ الحق پنهنجي حڪومت کي وڌيڪ ڊيگهه ڏيڻ لاءِ غير جماعتي بنيادن تي چونڊيون ڪرايون ۽ 8 سالن جي ڊگهي عرصي کانپوءِ قومي ۽ صوبائي اسيمبلين کي ٻيهر تشڪيل ڏني وئي.

**سيد غوث علي شاهه:** هن جو واسطو پاڪستان مسلم ليگ (ن) سان هو. ضياء الحق جي دور ۾ 6 اپريل 1985ع کان 6 اپريل 1986ع تائين سنڌ جو وزيراعليٰ ٿي رهيو.

**اختر علي جي. قاضي:** هن جو واسطو اسلامي جمهوري اتحاد سان هو هي 11 اپريل 1988ع تي وزيراعليٰ ٿيو ۽ 24 جون 1988ع تائين هن عهدي تي رهيو.

◈ 24 جون 1988ع تي سنڌ ۾ گورنر راڄ لاڳو ڪيو ويو، جيڪو 31 آگسٽ 1988ع تائين رهيو.

**اختر علي جي. قاضي (ٻيو پيرو):** گورنر راڄ جي خاتمي کانپوءِ اختر علي جي. قاضيءَ کي نگران وزيراعليٰ جي حيثيت ۾ 11 اپريل 1988ع تي وزيراعليٰ مقرر ڪيو ويو ۽ 2 ڊسمبر 1988ع تائين هن عهدي تي فائز رهيو. سنڌس وزارت اعليٰ جي عرصي دوران 17 آگسٽ 1988ع تي جنرل ضياءالحق هڪ هوائي حادثي ۾ مري ويو. اهڙيءَ ريت پاڪستان ۾ يارهن سالن جي ڊگهي عرصي کانپوءِ مارشل لا جو خاتمو آيو ۽ نومبر 1988ع تي سڄي ملڪ ۾ عام چونڊون ڪرايون ويون. نتيجي طور ملڪ ۾ هڪ ڊگهي عرصي بعد جمهوري حڪومت جو قيام عمل ۾ آيو.

**سيد قائم علي شاهه (پهريون پيرو):** ملڪ تان يارهن سالہ ضيائي مارشل لائي راڄ کانپوءِ سيد قائم علي شاهه، سنڌ جو پهريون سويلين وزيراعليٰ مقرر ٿيو. سنڌس تعلق پاڪستان پيپلز پارٽيءَ سان هو. هن 2 ڊسمبر 1988ع تي وزيراعليٰ جو حلف کنيو ۽ 25 فيبروري 1990ع تائين سنڌ جي وڏ وزارت واري عهدي تي رهيو.

**آفتاب شعبان ميراڻي:** آفتاب شعبان ميراڻيءَ کي 25 فيبروري 1990ع تي وزيراعليٰ چونڊيو ويو ۽ 6 آگسٽ 1990ع (صدر غلام اسحاق خان پاران محترمہ بينظير ڀٽو جي پهرين عوامي حڪومت جي خاتمي) تائين سنڌ جو وزيراعليٰ رهيو. سنڌس سياسي وابستگي پاڪستان پيپلز پارٽيءَ سان هئي.

**ڄام صادق علي:** آگسٽ 1990ع ۾، صدر غلام اسحاق خان، محترمہ بينظير ڀٽو جي عوامي حڪومت جي خاتمي شرط چارئي صوبائي اسيمبلين به ختم ڪيون ۽ ملڪ ۾ نگران حڪومتون تشڪيل ڏنيون، اهڙيءَ ريت 6 آگسٽ 1990ع تي ڄام صادق علي، سنڌ جو نگران وڏو وزير مقرر ٿيو ان کان اڳ هُو وزيراعظم جو صلاحڪار به هو. پنهنجيءَ وڏوزارت دوران 1990ع وارين عام چونڊن ۾ حصو وٺي ڪامياب ٿيو ۽ وزيراعليٰ هئڻ سان گڏ سنڌ اسيمبليءَ جو ميمبر چونڊجي آيو. جنهن کانپوءِ کيس مستقل وزيراعليٰ مقرر ڪيو ويو ڄام صادق علي، ڪئنسر ۾ مبتلا هو جنهن سبب وزيراعليٰ هئڻ دوران ئي 5 مارچ 1992ع تي وفات ڪيائين. سنڌس وفات کانپوءِ سيد مظفر حسين شاهه سنڌ جو وڏو وزير مقرر ٿيو.

**سيد مظفر حسين شاهہ:** سيد مظفر حسين شاهہ سياسي طرح اسلامي جمهوري اتحاد سان وابستہ هو. هن 6 مارچ 1992ع تي وزيراعليٰ جي عهدي جو قسم کنيو. جولاءِ 1993ع تي صدر غلام اسحاق خان ۽ وزيراعظم نواز شريف جي استعيفائن ڏيڻ شرط قومي اسيمبلي ۽ چارئي صوبائي اسيمبليون پاڻمرادو ٽٽي ويون، جنهنڪري سيد مظفر حسين شاهہ جي حڪومت بہ پڄاڻيءَ تي پهتي. هو 19 جولاءِ 1993ع تائين سنڌ جو وزيراعليٰ رهيو.

**سيد علي مدد شاهہ:** جولاءِ 1993ع ۾ صدر غلام اسحاق خان ۽ وزيراعظم نواز شريف جي استعيفائن ڏيڻ شرط ملڪ ۾ نگران حڪومتون تشڪيل ڏنيون ويون، جنهنڪري سيد علي مدد شاهہ کي 19 جولاءِ 1993ع تي سنڌ جو نگران وزيراعليٰ مقرر ڪيو ويو. جيڪو 21 آڪٽوبر 1993ع تائين هن عهدي تي فائز رهيو.

**سيد عبدالله شاهہ:** هن جي سياسي وابستگي پاڪستان پيپلز پارٽيءَ سان هئي. 1993ع جي عام چونڊن جي نتيجي ۾ پاڪستان پيپلز پارٽيءَ جي هڪ پيرو ٻيهر سرسيءَ ڪانپوءِ کيس 21 آڪٽوبر 1996ع تي سنڌ جو وزيراعليٰ مقرر ڪيو ويو. جنهن بعد صدر فاروق احمد خان لغاريءَ پاران محترمہ بينظير ڀٽو جي عوامي حڪومت جي ٻئي پيري برطرفيءَ جي نتيجي ۾ چارئي صوبائي حڪومتون بہ برطرف ڪيون ويون ۽ سيد عبدالله شاهہ کي 6 نومبر 1996ع تي سنڌ جي وڏوزارت جي عهدي تان هٽايو ويو.

**ممتاز علي خان ڀٽو (ٻيو ڀيرو):** 1996ع ۾ پاڪستان ۾ حڪومتن جي برطرفيءَ ڪانپوءِ نگران حڪومتون تشڪيل ڏنيون ويون. جنهن هيٺ ممتاز علي خان ڀُٽي کي 7 نومبر 1996ع تي سنڌ جو نگران وزيراعليٰ مقرر ڪيو ويو اُن کان اڳ هُو سيد عبدالله شاهہ جي وڏوزارت واري دور ۾ رتيديري، ضلعي لاڙڪاڻي جي پي. ايس- 36 تي سنڌ اسيمبليءَ جو ميمبر هو ۽ ان وقت هو پنهنجي پارٽي 'سنڌ نيشنل فرنٽ' جو سربراهہ بہ هو. هن 22 فيبروري 1997ع تائين سنڌ جي وڏ وزارت جون ذميواريون سنڀاليون.

**لياقت علي خان جتوئي:** فبروري 1997ع وارين عام چونڊن جي نتيجي ۾ وفاق ۽ چئني صوبن ۾ پاڪستان مسلم ليگ (ن) جون حڪومتون ٺهيون، جنهن هيٺ نوازشريف ملڪ جو ٻيو ڀيرو وزيراعظم ۽ 22 فبروري 1997ع تي لياقت علي جتوئيءَ کي سنڌ جو وڏو وزير چونڊيو ويو. سندس حڪومت دوران 30 آڪٽوبر 1998ع تي ان وقت جي وزيراعظم نواز شريف پاران سنڌ صوبي ۾ گورنر راڄ مڙهيو ۽ لياقت جتوئيءَ کي وڏ وزارت واري عهدي تان هٽايو ويو.

◈ جنهن کانپوءِ 12 آڪٽوبر 1999ع تي آرمي چيف جنرل پرويز مشرف، نواز شريف جي حڪومت کي ختم ڪري، پاڻ پاڪستان جي چيف ايگزيڪيوٽو جو عهدو سنڀاليو. سندس حڪومت دوران ڊسمبر 2002ع ۾ ملڪ اندر عام چونڊون ٿيون ۽ 17 ڊسمبر 2002ع تي سنڌ صوبي ۾ مڙهيل گورنر راڄ کي بہ ختم ڪيو ويو.

**علي محمد مهر:** 30 آڪٽوبر 1998 تي ان وقت جي وزيراعظم نوازشريف پاران سنڌ صوبي ۾ گورنر راڄ مڙهڻ ۽ جنرل پرويز مشرف جي حڪومت دوران ٿيل 2002ع وارين عام چونڊن جي نتيجي ۾ علي محمد مهر سنڌ جو وزيراعليٰ مقرر ٿيو. علي محمد مهر 17 ڊسمبر 2002ع تي پنهنجي عهدي جو حلف کنيو. سندس سياسي وابستگي 'پاڪستان مسلم ليگ (ق)' سان هئي. هن 9 جون 2004ع تي پنهنجي آئيني مدي پوري ٿيڻ کان اڳ ئي پنهنجي عهدي تان استعيفا ڏئي ڇڏي.

**ارباب غلام رحيم:** 9 جون 2002ع تي سنڌ جي وڏ وزارت جي عهدي تان علي محمد مهر جي استعيفا کانپوءِ ارباب غلام رحيم کي سنڌ جو وزيراعليٰ مقرر ڪيو ويو. ارباب غلام رحيم، جنرل پرويز مشرف جو ويجهو سياسي رفيق هو ۽ پرويزمشرف جي ٺرڻايل 'پاڪستان مسلم ليگ (ق)' سنڌ جو صدر پڻ هو. ارباب غلام رحيم 2002ع ۾ تشڪيل ڏنل حڪومت جي آئيني مُدي پوري ٿيڻ تائين سنڌ جو وزيراعليٰ رهيو. سندس حڪومت جو مدو 19 نومبر 2007ع تي پاڻمرادو پورو ٿي ويو.

**عبدالقادر هاليپوٽو:** نومبر 2007ع ۾ حڪومت جي آئيني مدي پوري ٿيڻ کانپوءِ، قومي توڙي چئني صوبائي اسيمبلين ۾ نگران حڪومتون تشڪيل ڏنيون ويون. عبدالقادر هاليپوٽي کي 19 نومبر2007ع تي سنڌ جو نگران وزيراعليٰ مقرر ڪيو ويو ۽ ايندڙ اسيمبلين جي تشڪيل ٿيڻ 6 اپريل 2008ع تائين سنڌ جو نگران وزيراعليٰ رهيو.

**سيد قائم علي شاهہ (ٻيو ڀيرو):** جنرل (ر) پرويز مشرف جي ڊگهي آمرانہ دور حڪومت ۽ بينظير ڀٽو جي المناڪ شهادت کانپوءِ، 2008ع جي عام چونڊن ۾ پاڪستان پيپلز پارٽيءَ کي سوپ حاصل ٿي ۽ سيد قائم علي شاهہ، 6 اپريل 2008ع تي سنڌ اسيمبليءَ ۾ اڪثريت سان وڏو وزير چونڊيو ويو ۽ 20 مارچ 2013ع تائين ملڪي تاريخ ۾ پهريون ڀيرو مدو پورو ڪندڙ سنڌ حڪومت جو وزيراعليٰ رهيو. سندس سياسي وابستگي پاڪستان پيپلز پارٽيءَ سان رهي آهي.

**جسٽس زاهد قربان علوي:** 21 مارچ 2013ع کان 30 مئي تائين نگران وزيراعليٰ رهيو ۽ 2013ع جي عام چونڊن ۽ نئين حڪومت جي جوڙجڪ تائين وزيراعليٰ رهيو.

**سيد قائم علي شاهہ (ٽيون ڀيرو):** سيد قائم علي شاهہ ٽيون ڀيرو، سنڌ جي وزيراعليٰ جو عهدو 31 مئي 2013ع تي سنڀاليو ۽ اڄ تائين انهيءَ عهدي تي فائز آهي.

## سنڌ حڪومت جا کاتا:

ملڪي آئين ۾، 18 ترميم کانپوءِ، ڪيترائي وفاقي کاتا ختم ڪري صوبن جي حوالي ڪيا ويا آهن ۽ انهن کاتن جا اختيار صوبن کي ڏنا ويا آهن. انهيءَ ترميم کانپوءِ سنڌ جي صوبائي کاتن جي نئين سر

جوڙجڪ ڪئي وئي آهي، جيڪا هيٺينءَ ريت آهي:

(1) ايگريڪلچر، سپلاءِ اينڊ پرائسز ڊپارٽمينٽ

(2) اوقاف، مذهبي معاملا، زڪواة ۽ عشر کاتو

(3) بورڊ آف روينيو (Board of Revenue)

(4) چيف منسٽر سيڪريٽريٽ (Chief Minister Secretariat)

(5) ڪوئلي جي توانائيءَ جو کاتو (Coal Energy Department)

(6) ڪوآپريشن ڊپارٽمينٽ (Cooperation Department)

(7) ثقافت، سياحت ۽ نوادرات (Antiquities) کاتو

(8) توانائيءَ وارو کاتو (Energy Department)

(9) ايڪسائيز، ٽيڪسيشن ۽ نارڪوٽڪس کاتو
(Excise, Taxation and Narcotics Department)

(10) ناڻو کاتو (Finance Department)

(11) خوراڪ کاتو (Food Department)

(12) ٻيلو، ماحوليات ۽ جهنگلي جيوت کاتو
(Forest, Environment and Wildlife Department)

(13) گورنر سيڪريٽريٽ (Governor Secretariat)

(14) هاير، ٽيڪنيڪل ايڊيوڪيشن اينڊ ريسرچ ڊپارٽمينٽ
(Higher, Technical Education and Research Department)

(15) گهرو کاتو (Home Department)

(16) اطلاعات ۽ آرڪائيوز کاتو
(Information and Archives Department)

(17) انفرميشن ۽ سائنس ٽيڪنالاجي ڊپارٽمينٽ
(Information & Science Technology Department)

(18) انڊسٽريز ۽ ڪامرس ڊپارٽمينٽ
(Industries and Commerce Department)

(19) آبپاشي کاتو (Irrigation Department)

(20) ڪچي آباديءَ وارو کاتو (Kuchi Abadi Department)

(21) ليبر ۽ هيومن ريسورس کاتو
(Labour and Human Resources Department)

(22) قانون، پارليامينٽري معاملا ۽ انساني حقن جو کاتو
(Law, Parliamentary Affairs and Human Rights Department)

(23) لائيواسٽاڪ ۽ فشريز کاتو (Livestock & Fisheries Department)

(24) لوڪل گورنمينٽ، ڳوٺاڻي ترقي، پي. ايڇ. اي ۽ ايڇ. ٽي. پي ڊپارٽمينٽ
(Local Government, Rural Development, PHA & HTP Department)

(25) کاڻين ۽ معدنيات جو کاتو
(Mines & Mineral Development Department)

(26) اقليتي معاملن جو کاتو (Minority Affairs Department)

(27) رٿابندي، ترقي ۽ انيشيئيٽو کاتو
(Planning, Development & Initiative Department)

(28) بهبود و آبادي کاتو (Population Welfare Department)

(29) بنيادي صحت جو کاتو (Primary Health Department)

(30) آبادڪاري کاتو (Rehabilitation Department)

(31) سيڪنڊري هيلٿ ڊپارٽمينٽ (Secondary Health Department)

(32) تعليم ۽ خواندگيءَ جو کاتو (Education & Literacy Department)

(33) ايس. جي. اي اينڊ سي. ڊي. ڊپارٽمينٽ (S.G.A & C. D)

(34) سوشل ويلفيئر کاتو (Social Welfare Department)

(35) اسپيشل ايڊيوڪيشن کاتو (Special Education Department)

(36) راندين ۽ نوجوانن جي معاملن جو کاتو
(Sports & Youth Affairs Department)

(37) ٽرانسپورٽ ۽ ماس ٽرانزٽ ڊپارٽمينٽ
(Transport & Mass Transit Department)

(38) عورتن جي ترقيءَ جو کاتو (Women Development Department)

(39) ورڪس ۽ سروس ڊپارٽمينٽ (Works & Service Department)

**سنڌ ڊيولپمينٽ سوسائٽي** (SDS): سنڌ ڊيولپمينٽ سوسائٽي (Sindh Development Society)، هڪ غير سرڪاري تنظيم آهي، جيڪا 1991ع ۾ غفار ملڪ، ڪجهه سياسي، سماجي، صحافي ۽ وڪيل دوستن سان گڏجي قائم ڪئي. هيءَ تنظيم 1994ع ۾ رجسٽر ٿي. هيءَ تنظيم سنڌ جي پوئتي پيل علائقن جي ترقيءَ ۽ سماجي متيرائيءَ لاءِ ڪم ڪري رهي آهي. هن جي رٿائن ۾ غير رسمي تعليم (non formal education)، ماحولياتي بچاءُ، صفائي سترائي، بنيادي صحت ۽ سماجي ڀلائيءَ جا پراجيڪٽ شامل آهن. جن جي مدد سان هيءَ تنظيم سماج ۾ مثبت تبديليءَ لاءِ ڪم ڪري رهي آهي ۽ متيبد ڪان پاڪ معاشري ۾ هيٺين طبقن ۽ عورتن لاءِ تعليم ۽ ترقيءَ لاءِ سازگار ماحول جوڙڻ جي ڪوشش ڪري ٿي.هن تنظيم جي مرڪزي آفيس ڀٽائي نگر، حيدرآباد ۾ آهي.




سنڌ ڊيولپمينٽ سوسائٽيءَ پاران ٽه ماهي رسالو 'عورتازاد' مئگزن پڻ نڪرندو آهي.

هن تنظيم جي جوڙجڪ هن ريت آهي: چيئرپرسن: ڊاڪٽر عشرت شاهه، سيڪريٽري محترم فردوس سانگي، خزانچي: عبدالغفور قاضي، ميمبرن ۾ ايم پرڪاش، حسن پٺاڻ، غلام مصطفيٰ بلوچ وغيره شامل آهن، جڏهن ته هن تنظيم جو ڊائريڪٽر غفار ملڪ آهي.

ڪيترين ڏيهي ۽ پرڏيهي غير سرڪاري تنظيمون هن تنظيم جي ڪمن ۾ سهڪاري آهن.

**سنڌ رورل سپورٽ آرگنائيزيشن** (SRSO): هن تنظيم بنيادي طور ڊسمبر 1982ع ۾ سنڌ جي اترين علائقن ۾ ڪم شروع ڪيو. جنهن جو بنياد آغا خان رورل سپورٽ پروگرام (AKRSP) تحت پيو. پوءِ مرحليوار اهو ڪم ملڪي سطح تائين ڦهلجڻ لڳو ۽ سماجي منظم تحريڪ صوبائي رورل سپورٽ پروگرام (Provincial Rural Support Program) جو روپ ورتو. جنهن تحت حڪومتي سهڪار پڻ حاصل ٿيو. حڪومت گڏيل فنڊن وسيلي رورل سپورٽ پروگرام شروع ڪيا، جن هيٺ سنڌ رورل سپورٽ آرگنائيزيشن پڻ پنهنجو نيٽ ورڪ جوڙي سنڌ جي ڪجهه ضلعن ۾ ڪم شروع ڪيو.

سنڌ رورل سپورٽ آرگنائيزيشن 1982ع واري ڪمپنيز آرڊيننس جي سيڪشن 42 هيٺ رجسٽر ٿيل آهي، ان جو بنياد 29 مئي 2003ع تي وڌو ويو. جولاءِ 2003ع ۾ سنڌ حڪومت هن اداري کي 500 ملين فنڊ ڏنا، جيڪي اڳتي هلي هڪ بلين ٿيا.

سنڌ رورل سپورٽ آرگنائيزيشن (سرسو) هڪ اهم ديهي سپورٽ پروگرام آهي، جيڪو سنڌ جي اترين ضلعن ۾ بنا ڪنهن نفعي ۽ لاڀ جي ڪم ڪري رهيو آهي. انهن ضلعن ۾ سکر، شڪارپور، لاڙڪاڻي، قمبر شهدادڪوٽ، جيڪب آباد، ڪشمور، ڪنڌڪوٽ، گهوٽڪي ۽ نوشهرو فيروز شامل آهن.

سنڌ رورل سپورٽ آرگنائيزيشن شروع ۾ پنهنجون سرگرميون نيشنل رورل سپورٽ پروگرام (NRSP) سان گڏ ضلعي سکر کان شروع ڪيون. NRSP جو اهو پروگرام جيتوڻيڪ سکر ضلعي جي ٽن يونين ڪائونسلن تائين محدود هو جنهن کي سنڌ رورل سپورٽ پروگرام وڌائي 5 ضلعن جي 23 يونين ڪائونسلن تائين آندو. ان وقت جيڪي ضلعا ڪم لاءِ چونڊيا ويا هئا، تن ۾ سکر، خيرپور، شڪارپور، جيڪب آباد ۽ گهوٽڪي شامل هئا، جڏهن ته سنڌ رورل سپورٽ آرگنائيزيشن هن وقت اتر سنڌ جي نون (9) ضلعن ۾ ڪم ڪري رهي آهي. مجموعي طور 9 ضلعن جي 425 يونين ڪائونسلن ۾ SRSO جو دائريڪار موجود آهي.

سنڌ رورل سپورٽ آرگنائيزيشن جو مقصد اتر سنڌ جي 425 يونين ڪائونسلن، 9 ضلعن جي مختلف ڳوٺن، ڀهراڙين جي عام ماڻهن ۽ ادارن جي رهڻي ڪهڻيءَ کي بدلائڻ ۽ همت افزائي ڪندي سندن صلاحيتن کي اڀارڻ لاءِ هر ممڪن وسيلا مهيا ڪري ڏيڻ آهي، جيئن اهي پنهنجي زندگيءَ جي معيار کي بهتر ۽ سهنجو ڪري سگهن.

سنڌ رورل سپورٽ آرگنائيزيشن جون پاليسيون سنڌ حڪومت جي سفارش سان جوڙيون وينديون آهن.

هن تنظيم جو اهم مقصد آهي ته عام ماڻهن ۽ بنيادي وسيلن کي اتساهيو وڃي ۽ برادرين کي ان لائق بڻايو وڃي ته جيئن اهي رٿابندي ڪن، اپائن ۽ انتظام سان پنهنجون سرگرميون ڪري غربت کي گهٽائيندي بهتر زندگي گذارڻ جو رستو ڪڍن. پاڪستان حڪومت جي جوڙيل غربت جي گهٽتائيءَ واري پاليسيءَ کي زور وٺرائڻ، ساراهڻ ۽ ان حڪمت عمليءَ کي هٿي ڏيڻ سان گڏ عملي طور اڳتي وڌائڻ هن اداري جو ڪم آهي.

سنڌ رورل سپورٽ آرگنائيزيشن (SRSO) هن وقت تائين اتر سنڌ جي 9 ضلعن ۾ ڪيترا پراجيڪٽ پورا ڪري چڪي آهي، جن ۾ وليج ريهيبيليٽيشن پراجيڪٽ (ڳوٺ جي ڀيهر بحاليءَ) وارو منصوبو پلاننگ ۽ ڊيولپمينٽ ڊپارٽمينٽ جي سهڪار سان، ايج فرينڊلي پراجيڪٽ، هيلپ ايج انٽرنيشنل جي تعاون سان، ڪميونٽي انويسٽمينٽ فنڊ اينڊ پيپل وومن امپاورمينٽ پروگرام (برادريءَ جي سيڙپڪاريءَ جو فنڊ ۽ عورت جي اختيارن وارو منصوبو: وومين ڊيولپمينٽ ڊپارٽمينٽ جي تعاون سان)، اسٽيٽ لينڊ ٽو لينڊليس هاريز (بورڊ آف روينيو جي تعاون سان)، پرائيم منسٽر لائيو اسٽاڪ انيشيٽو (PMLI) زرعي ۽ خوراڪ واري وزارت جي تعاون سان، ڪنسٽرڪشن آف 200 لو ڪاسٽ هائوسز (گهٽ قيمت وارن 200 گهرن ٺاهڻ جو منصوبو، سنڌ حڪومت جي تعاون سان)، مدر اينڊ چائيلڊ هيلٿ ڪيئر انيشيئيٽو (MCH)، RSPN ۽ يونيسيف جي تعاون سان) اچي وڃن ٿا.

بينظير انڪم سپورٽ پروگرام جو اسپيشل پراجيڪٽ به هن تنظيم جو آهي، جيڪو سال 2009ع ۾ شروع ڪيو ويو. جنهن کي RSPN ۽ حڪومت پاڪستان مالي مدد ڪري رهي آهي.

2010ع ۾ سنڌ ۾ آيل مهاٻوڏ دوران پڻ سنڌ رورل سپورٽ آرگنائيزيشن پنهنجون خدمتون سرانجام ڏنيون ۽ هنگامي بنيادن تي متاثر ماڻهن جي مدد ڪئي.

تنظيم جي هلندڙ رٿائن ۾ يونين ڪائونسلز بيسڊ رورل پاورٽي رڊڪشن پروگرام، ايجوڪيشن پروجيڪٽ، سوشل موبلائيزيشن-III (سماجي تحرڪ، ٽيون مرحلو)، لائيولي هُڊ انهيچمينٽ اينڊ پروٽيڪشن پروگرام (LEP) (طرزِ زندگي سُڌارڻ ۽ محفوظ ڪرڻ وارو منصوبو)، ايڪوائن ويلفيئر پروجيڪٽ (گڏيل فلاح ۽ بهبود وارو منصوبو)، ڪميونٽي فزيڪل انفراسٽرڪچر ڊيولپمينٽ پروجيڪٽ (برادرين جي سماجي ڍانچي جو ترقياتي منصوبو) شامل آهن.

سنڌ رورل سپورٽ آرگنائيزيشن جا سنڌ حڪومت کانسواءِ گورنمينٽ آف پاڪستان، پاڪستان پاورٽي ايليويشن فنڊ (PPAF)، انگرو فائونڊيشن، پاڪستان پيٽروليم لميٽڊ (PPL)، هيلپ ايج پاڪستان، بروڪ پاڪستان، رورل سپورٽ پروگرام نيٽ ورڪ، نيشنل رورل سپورٽ پروگرام (NRSP) ۽ انسٽيٽيوٽ آف رورل مئنيجمينٽ (IRM) وغيره مددگار (Donors) آهن.

سنڌ رورل سپورٽ آرگنائيزيشن، اسپيشل رپورٽن کان سواءِ نيوزليٽر، بروشر ۽ سنڌيءَ ۾ رسالو 'سرسو' ڪڍندي رهندي آهي، جنهن ۾ معلوماتي مواد شامل هوندو آهي.

سنڌ رورل سپورٽ پروگرام جو چيئرمئن فضل الله قريشي آهي، جڏهن ته ان جي بورڊ آف ڊائريڪٽرس ۾ شعيب سلطان خان، تسنيم احمد صديقي، ناهيد شاهه دراني، شيرين ناريجو، فريال حسين خان، نظر محمد ميمڻ، نصير ميمڻ، غلام سرور کيڙو، غلام مصطفيٰ ابڙو، آذر اياز، راشد باجوا، سليمان جي. ابڙو ۽ محمد حنيف چنا شامل آهن.

محمد حنيف چنا هن وقت سنڌ رورل سپورٽ پروگرام (SRSO) جو چيف ايگزيڪيوٽو آفيسر آهي.

سنڌ رورل سپورٽ آرگنائيزيشن جي جنرل باڊيءَ ۾: سيڪريٽري ناڻو کاتو، حڪومت سنڌ، ايڊيشنل چيف سيڪريٽري سنڌ، سيڪريٽري لوڪل گورنمينٽ ڊپارٽمينٽ سنڌ، ڪمشنر سکر ڊويزن ۽ ڪمشنر لاڙڪاڻو ڊويزن شامل آهن.

**سنڌ رورل سپورٽ پروگرام** (SRSP): سنڌ جي ڪجھ انتظامي ۽ اقتصادي ماهرن، سماجي ڪارڪنن ۽ ترقي پسند آبادگارن گڏجي 'سنڌ رورل سپورٽ پروگرام' (SRSP) نالي سان هڪ آرگنائيزيشن، ڊسمبر 1995ع ۾ ٺاهي، جنهن کي 30 ڊسمبر 1996ع تي ٽرسٽ انڊر ايڪٽ آف 1982ع هيٺ رجسٽر ڪرايو ويو. ان جو رجسٽريشن نمبر 5810 آهي.




سنڌ رورل سپورٽ پروگرام هڪ غير سرڪاري، غير منافعي بخش تنظيم آهي، جيڪا ٽنڊي محمد خان، ميرپورخاص، ڄام شوري، حيدرآباد، نوابشاهه (بينظير آباد)، ٿرپارڪر، نوشهري فيروز، سانگهڙ، خيرپور، سکر، ٽنڊي الهيار، دادو، ٺٽي ۽ بدين ضلعن ۾ ڪم ڪري رهي آهي. هن تنظيم جو ڪم سنڌ ۾ اقتصادي سرگرمين کي اتساهڻ آهي.

سنڌ رورل سپورٽ پروگرام جو بنيادي مقصد برادرين جي گڏيل حصيداريءَ سان غربت، بک ۽ بيروزگاري گهٽائڻ سان گڏ سنڌن فلاح بهبود ۽ مختلف گروپن کي اهميت ڏيڻ ۽ کين ترقي طرف گامزن ڪرڻ آهي. انهن گروپن ۾ عورتون، پاڻيواريءَ تي ڪم ڪندڙ ڪڙمي ۽ اجرت تي ڪم ڪندڙ ماڻهو اچي وڃن ٿا.

ان کانسواءِ سنڌ رورل سپورٽ پروگرام قدرتي آفتن کي منهن ڏيڻ، برادرين جي طبي ۽ معاشرتي ڍانچي، صحت، ماحوليات، عورت ۽ ٻار جي غذا، برادرين ۽ سوسائٽيءَ کي تحرڪ ۾ آڻي پائيدار ڪرڻ جهڙن مقصدن تي به ڪم ڪري رهيو آهي. ٻيون ڪيترين غير سرڪاري تنظيمون، جيڪي ڳوٺاڻي ترقيءَ لاءِ ڪم ڪري رهيون آهن، تن کي به هيءَ تنظيم ٽريننگ ۽ ٻيا وسيلا مهيا ڪري ٿي.

ورلڊ فوڊ پروگرام (WFP)، يونيسيف، ورلڊ وائيڊ فنڊ فار نيچر (WWF)، ٽرسٽ فار والنٽري آرگنائيزيشن (TVO)، هيومن رسورسز ڊيولپمينٽ نيٽ ورڪ (HRD)، ايڪشن ايڊ انٽرنيشنل، يو اين. ڊي. پي (UNDP)، سنڌ اريگيشن اينڊ ڊرينيج اٿارٽي (SEDA)، نيشنل ڪميشن فار هيومن ڊيولپمينٽ آف سنڌ، بي. پي. پاڪستان، ايگري بزنس سپورٽ فنڊ (ASF)، اورنگي پائلٽ پراجيڪٽ ۽ ٻيا سنڌ رورل سپورٽ پروگرام جا حصيدار آهن، جن سان گڏجي هيءَ آرگنائيزيشن ڪيترا ڪم ڪري ٿي ۽ ٻين ننڍين اين. جي. اوز کي مختلف مسئلن تي پراجيڪٽ ڏئي ٿي.

سنڌ رورل سپورٽ پروگرام، سنڌ مائيڪروفنانس نيٽ ورڪ (SMN)، سنڌ اين. جي. اوز فيڊريشن (SNGOF)، سنڌ اين. جي. اوز نيٽ ورڪ (SNNHA)، هيومن رسورس ڊيولپمينٽ نيٽ ورڪ (HRDN)، نيٽ ورڪ فار اليڪٽرول پارٽيسپيشن (NEP) ۽ سنڌ ڪوسٽل ايريا ڊيولپمينٽ نيٽ ورڪ جو ميمبر به آهي.

سنڌ رورل سپورٽ پروگرام جي هيڊ آفيس حيدرآباد ۾ آهي، جڏهن ته هن تنظيم جو ڊائريڪٽر پروفيسر مشتاق ميراڻي آهي.

**سنڌ زرعي يونيورسٽي**: سنڌ ۾ زرعي سائنس جي تعليم ۽ تحقيق لاءِ ابتدائي طور 40-1939ع ڌاري، سڪرنڊ (ضلعي نوابشاهه) ۾ هڪ زرعي ڪاليج 'ڪنگ جارج-V' جي نالي قائم ٿيو جنهن کي ڪوٽڙي بئراج ٺهڻ کانپوءِ 1955ع ۾ ٽنڊي ڄام منتقل ڪيو ويو. وقت به وقت هن ڪاليج ترقي ڪئي ۽ ان ۾ سنڌ ۽ بلوچستان مان شاگرد پڙهڻ لڳا. ان وقت ملڪ جي ڏاکڻي علائقي ۾ هي واحد ڪاليج هو. پهرين مارچ 1977ع تي هن ڪاليج کي يونيورسٽيءَ جو درجو ڏنو ويو. جنهن بعد زرعي تعليم ۽ تحقيق لاءِ وڌيڪ سهولتون ۽ موقعا ميسر ٿيا.





سنڌ زرعي يونيورسٽيءَ ۾ پنج فئڪلٽيون قائم آهن، جتي مختلف ڊگري پروگرام متعارف ڪيا ويا آهن، جن ۾ گريجوئيشن، پوسٽ گريجوئيشن کان سواءِ ڪجهه مضمونن ۾ ايم. فل ۽ پي. ايڇ. ڊي جون ڊگريون پڻ ڏنيون وڃن ٿيون. فئڪلٽين ۽ انهن ۾ قائم شعبن جو وچور هن ريت آهي:

**فئڪلٽي آف ڪراپ پراڊڪشن:** فصلن جي پيداوار بابت تعليم جي هن فئڪلٽيءَ ۾ ايگرانامي، بايوٽيڪنالاجي، ڪراپ فزيالاجي، فوڊ ٽيڪنالاجي، هارٽيڪلچر، پلانٽ بريڊنگ، جينيٽڪس ۽ سوائل سائنس جا شعبا قائم آهن.

**فئڪلٽي آف ڪراپ پروٽيڪشن:** فصلن جي حفاظت بابت تعليم واري هن سي. پي. ٽي فئڪلٽيءَ ۾ اينٽامولاجي، پلانٽ پيٿالاجي ۽ پلانٽ پروٽيڪشن جا شعبا قائم ڪيل آهن.

**فئڪلٽي آف ايگريڪلچر سوائل سائنس:** زرعي زمين جي مٽيءَ جي کوجنائي علم بابت هن فئڪلٽيءَ ۾ ايگريڪلچر اڪنامڪس، ايگريڪلچر ايڊيوڪيشن ايڪسٽينشن، رورل سوشيالاجي ۽ اسٽئٽسٽڪس جا شعبا آهن.

**فئڪلٽي آف ايگريڪلچر انجنيئرنگ:** هن فئڪلٽيءَ ۾ بيسڪ (بنيادي) انجنيئرنگ، انرجي اينڊ انوائرمينٽ، فارم پاور ايڊمنسٽريشن، فارم اسٽرڪچر، اريگيشن اينڊ ڊرينيج ۽ لئنڊ اينڊ واٽر مئنيجمينٽ جي تعليم ڏني وڃي ٿي.

**فئڪلٽي آف اينيمل هسبنڊري اينڊ وٽنري سائنس:** جانورن جي افزائش، صحت ۽ لاڳاپيل علمن بابت هن فئڪلٽيءَ ۾ اينا ٽامي اينڊ هسٽالاجي، اينيمل بريڊنگ اينڊ جينيٽڪس، اينيمل پراڊڪٽ ٽيڪنالاجي، اينيمل ريپراڊڪشن، لائيو اسٽاڪ هسبنڊري، سرجري، وٽنري فزيالوجي اينڊ مائڪروبائلاجي، وٽنري فاماڪولاجي، وٽنري ميڊيسن ۽ وٽنري پيٿالاجي وغيره جي تعليم ڏني وڃي ٿي. تجربن لاءِ چوپائي مال جا فارم ۽ ليبارٽريون به قائم ڪيل آهن.

ايراضيءَ جي لحاظ کان سنڌ زرعي يونيورسٽيءَ جون حدون 416 ايڪڙن تي پکڙيل آهن، جنهن جي لڳ ڀڳ 80 ايڪڙن ۾ يونيورسٽيءَ جي عمارت، هاسٽلون، زرعي فارم، تجرباتي ليبارٽريون، مرڪزي لائبرري، راندين جو ميدان، جيمخانو ۽ ڊسپينسري وغيره قائم آهن. چوڌاري وڻڪار ۽ رنگ برنگي گلن سبب هيءَ يونيورسٽي هڪ دلڪش منظر پيش ڪري ٿي.

زرعي يونيورسٽي ٽنڊي جام ۾ فنانس، پلاننگ اينڊ ڊيولپمينٽ، اسٽوڊنٽ افيئرس، ايڊوانس اسٽڊيز، اسپورٽس ۽ فارمز سميت ڊائريڪٽوريٽ آف پراجيڪٽس پڻ قائم آهن.

سنڌ جي هن واحد زرعي يونيورسٽيءَ جو شمار پاڪستان جي بهترين ادارن ۾ ٿئي ٿو. هن وقت يونيورسٽيءَ جو وائيس چانسلر ڊاڪٽر رحيم بخش ميربحر (انچارج وي. سي) آهي. يونيورسٽيءَ پاران تحقيقي جرنل Pakistan Journal of Agriculture Engineering and Veterinary Sciences پڻ جاري ڪيو وڃي ٿو.

سنڌ زرعي يونيورسٽيءَ ۾ 'انفارميشن ٽيڪنالاجي سينٽر' ۽ 'انسٽيٽيوٽ آف فوڊ سائنس اينڊ ٽيڪنالاجي' پڻ قائم آهن.

ان کانسواءِ سنڌ زرعي يونيورسٽيءَ جي الحاق سان ڏوڪري، ضلعي لاڙڪاڻي ۾ 'شهيد ذوالفقار علي ڀٽو ايگريڪلچر ڪاليج' پڻ 1991ع کان قائم آهي. جتي پڻ مختلف مضمونن ۾ گريجوئيشن ڪرائي وڃي ٿي. ان ڪاليج ۾ سکر، جيڪب آباد، گهوٽڪي، شڪارپور، قنبر- شهدادڪوٽ، نوشهرو فيروز ۽ دادو ضلعن جي شاگردن لاءِ سيٽون مخصوص ڪيل آهن.

**سنڌ شناسي (ڪتاب):** ليکڪ جيئل اوڏ جو هي ڪتاب سنڌس تحقيقي مضمونن ۽ مقالن تي مشتمل آهي، جنهن جو مهاڳ ڊاڪٽر غلام نبي سڌائي لکيو آهي. ان کانسواءِ ڪتاب تي غلام محمد لاکي، ڊاڪٽر راءِ محمد بروهي، پروفيسر عطاءُ الله ابڙي، مختيار سمي، امام راشدي، راءِ قاضي، عنايت ميمڻ ۽ ٻين جا مختصر نوٽ شامل آهن. هن ڪتاب ۾ جيئل اوڏ جا هي مضمون ۽ مقالا شامل آهن: ٽرڙي جي جنگ، سنڌوءَ جو سفر، سنڌ جا گاهه: هڪ تحقيقي جائزو، حال احوال جي رسم، سنڌي دائي لوڪ علاج، وڻ ٻوٽا، مذهب ۽ حڪمت، لاڙڪاڻي جا خفتي ۽ گوٺ، ٻيلن جو تاريخي پسمنظر، اوڏ ۽ سنڌن رسمون وغيره.




ڊيمي سائيز جي 237 صفحن جي هن ڪتاب ۾ ليکڪ پنهنجي خاندان ۽ واسطيدارن جون رنگين تصويرون به ڏنيون آهن. هي ڪتاب اتم پبليڪيشن لاڙڪاڻي، 2010ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو ان جي قيمت 300 روپيا آهي.

**سنڌ گزيٽيئر (هيوز):** انگريزن 1843ع ۾ سنڌ کي فتح ڪيو. چار سال پوءِ 1847ع ۾ ان جي صوبائي حيثيت کي ختم ڪري، بمبئي علائقي سان ملايو ويو. ان هوندي به هڪ طرف سنڌي ٻولي ۽ تعليم توڙي سنڌي پريس جي واڌاري لاءِ ڪم جاري رهيو ۽ ٻئي طرف انگريزي زبان ۾ سنڌ بابت مختلف حوالن سان ڪتابن جي ڇپائي ۽ تياري پڻ جاري رهي. صوبو نه هوندي به اڪثر ليکڪ پنهنجا ڪتاب لکندي، سنڌ کي صوبو لکندا هئا. انگريز عملدار اي.ڊبليو.هيوز (A.W Hughes) سنڌ جي پهرين گزيٽيئر تيار ڪئي.

هي گزيٽيئر Gazetteer of the Province of Sindh جي نالي سان لنڊن مان 1874ع ۾ شايع ٿي. صرف ٻن سالن جي اندر 1876ع ۾ لنڊن مان ان جو ٻيو پر سڌاريل ۽ وڌايل ڇاپو نروار ٿيو. ڪتاب جي ابتدائي پنجن بابن جو وچور ڪجهه هن ريت آهي. باب پهريون: سنڌ جو

عام تعارف (مختلف عنوانن تحت)، باب ٻيو: سنڌ جي شروعاتي تاريخ، باب ٽيون: سنڌ انگريزن جي راڄ ۾، باب چوٿون: سول انتظاميه، باب پنجون: متفرقه. ان ڪانپوءِ هيوز صاحب سنڌ جي اهم ڳوٺن، شهرن، ماڻهن، تعلقن ۽ ضلعن بابت ڪٿي ٿورو ته، ڪٿي وري تفصيل سان لکيو آهي. ان ريت هي ڪتاب برطانوي دؤر جي ابياس لاءِ هڪ اهم ذريعو بنجي پيو آهي. ان ڪانسواءِ سنڌ جي شهرن جي تاريخ لکڻ ۾ پڻ هي ڪتاب تمام گهڻو مددگار ثابت ٿيو آهي. ان ڪانسواءِ ڪتاب ۾ ڪي ضميما پڻ ڏنا ويا آهن. پهرئين ضميمي ۾ 28 ٽالپر شخصيتن جي لسٽ ڏني وئي آهي، جي انگريز حڪومت کان ڪيئي مراعات ۽ سهوليتون وٺندا هئا. ٻئي ضميمي ۾ ايراضي، آدم شماري، تعلقا، شهر، ڳوٺ، پوليس ۽ آمدني بابت انگ اکر ڏنا ويا آهن. انهن جو تعلق مختلف ڊپٽي ڪليڪٽرن ۽ جيڪب آباد ۽ ٿرپارڪر جي ضلعن سان هو. ضميمي ٽئين ۾ 1874ع-1875ع لاءِ صوبي جي اپت جا انگ اکر ملن ٿا. چوٿين ضميمي جا چار حصا ڪيا ويا آهن. انهن ۾ ماڻهن جي جنس موجب تقسيم (انگ اکر)، جنس موجب ذاتيون، قبيلا ۽ مذهب بابت معلومات ملي ٿي. ان ڪانسواءِ ماڻهن جا ڌنڌا ۽ ڪاروبار يا صنعت ۽ حرفت بابت مواد ڏنو ويو آهي. ضميمي پنجين ۾ شايد انگريزن جي سهوليت لاءِ سنڌي اکر/لفظ ۽ انهن جو متبادل انگريزي لفظ يا اکر ڏنو ويو آهي. هي ضميمو ڪافي دلچسپ آهي. ڇهين ضميمي ۾ مکيه مکيه شهرن ڏي اچ وڃ لاءِ 26 رستا/روڊ (Routes) ميلن جي حساب سان ڏنا ويا آهن. هن ضميمي کي اجا به وڌيڪ يعني 26 روٽس يا رستن ۾ تقسيم ڪري، انهن جو تفصيل ڏنو ويو آهي. بعد ۾ انڊيڪس پڻ ڏني وئي آهي. ان ڪانسواءِ مختلف صفحن تي ڪل 13 عدد نقشا ۽ تصويرون به شامل ڪيون ويون آهن. پاڪستان ۾ ويجهڙائيءَ ۾ ان جا ٻه ايڊيشن نڪتا آهن. هڪ ايڊيشن انڊس پبليڪيشن ڪراچي 1996ع ۾ آندو آهي. هي ڇاپو سادو آهي، جڏهن ته ٻيو ايڊيشن سنگ ميل پبليڪيشن لاهور 2005ع ۾ ڇپرايو آهي. لاهور وارو ايڊيشن عمدي ڪاغذ تي ڇپرايو ويو آهي ۽ تصويرون يا نقشا آرٽ پيپر تي شايع ڪري گزيٽيئر ۾ وڌيڪ خوبصورتي پيدا ڪئي وئي آهي. لاهور جو هي ڇاپو رايل سائيز تي پڪي جلد سان، ٽوٽل 946 صفحن تي مشتمل آهي.

**سنڌ گزيٽيئر** (ايٽڪن): سنڌ متعلق پهرين گزيٽيئر اي. ڊبليو هيوز صاحب، لنڊن مان 1874ع ۾ ڇپرائي پڌري ڪئي. ٻن سالن بعد هن گزيٽيئر جو سڌاريل ۽ وڌايل ايڊيشن لنڊن مان ئي 1876ع ۾ نڪتو. اوڻيهين صدي گذرندي ئي سنڌ متعلق هڪ نئين گزيٽيئر جي ضرورت محسوس ڪئي وئي. جڏهن سر ايوان جيمس (1891ع-1900ع) سنڌ جو ڪمشنر هو، تڏهن سندس دلچسپيءَ سان نئين گزيٽيئر جو اصولي طرح سان فيصلو ٿي چڪو هو. مالي مشڪلاتن باوجود به آهستي آهستي ڪم کي جاري رکيو ويو. ڪم جاري رکندي مواد جي تلاش شروع ڪئي وئي. گهڻو مواد گڏ ٿي چڪو هو پر ان ۾ خاص سان سنڌ جي قديم آثارن بابت مناسب معلومات ملي چڪي هئي. 15 نومبر 1904ع تي آخرڪار مسٽر برينڊن (B.A Brendon) کي سنڌ گزيٽيئر جي تياريءَ جو ڪم ڏنو ويو. فيصلو هي ٿيو هو ته سنڌ جي ڇهن ضلعن (ان وقت) لاءِ الف (A)، ۽ بي (B) يعني ڌار ڌار ٻه گزيٽيئر تيار ڪيا ويندا. ان فيصلي تحت برينڊن صاحب حيدرآباد ضلعي تي ڪافي ڪم ڪري چڪو هو پر اوچتو برينڊن صاحب طبي بنيادن تي موڪل وٺي يورپ هليو ويو. بعد ۾ سرڪاري فيصلي موجب مسٽر ايٽڪن (E.H Aitken) کي ٻين ڪمن کان فارغ ڪري، سنڌ گزيٽيئر جي تياريءَ جو ڪم ڏنو ويو. هن صاحب ڪم جي پڙتال ڪري سرڪار کي رپورٽ ڏني ته: رٿيل منصوبو بي سود ۽ مهانگو پلئه پوندو. ان ڪري سنڌ گزيٽيئر جو حصو اول (A) سموري سنڌ لاءِ تيار ڪجي ۽ ان جي نوعيت مستقل هجي. البت حصو ٻيو (B) ضلعن جي الڳ الڳ گزيٽيئر تي مشتمل هجي. آخرڪار سنڌ سرڪار ايٽڪن جي فيصلي جي منظوري ڏني ۽ ائين سنڌ لاءِ هڪ نئين گزيٽيئر جي منظوري ڏني وئي. ايٽڪن صاحب جي هن گزيٽيئر ۾ ٽوٽل پندرهن باب آهن. باب پهريون: عام معلومات، باب ٻيون: پيداواري ذريعا، باب ٽيون: تاريخ، باب چوٿون: آدم شماري، باب پنجون: زراعت، باب ڇهون: آبپاشي نظام، باب ستون: اقتصادي حالتون، باب اٺون: واپار ۽ صنعت، باب نائون: روينيو، باب ڏهون: انصاف، باب يارهون: مڪاني حڪومتون، باب ٻارهون: تعليم، باب تيرهون: صحت، باب چوڏهون: انتظاميه ۽ باب پنڌرهون: تاريخي ماڳ. ان بعد ضميمو آهي جو رياست خيرپور بابت تيار ڪيو ويو. ياد رهي ته ان وقت خيرپور رياست انتظامي طرح سنڌ ۾ شامل نه هئي، ان ڪري ان جو ذڪر جداگانه ضميمي ۾ ڪيو ويو آهي. ايٽڪن صاحب جي سنڌ گزيٽيئر جا چوڏهن باب ڪافي تفصيلي آهن ۽ ان ذريعي سنڌ متعلق تمام سٺي ۽ نئين ڄاڻ ملي ٿي. البت پنڌرهون باب مختصر آهي ۽ ان لاءِ لکيو ويو آهي ته: ”جڏهن ضلعن جا جدا جدا گزيٽيئر تيار ٿيندا، تڏهن انهن ۾ تاريخي ماڳن ۽ تفريحي جاين بابت تفصيلي لکيو ويندو.“ مسٽر ايٽڪن گزيٽيئر جو پيش لفظ ڪراچي شهر ۾ 23 اپريل 1907ع تي لکيو. پيش لفظ ۾ صاحب موصوف ٻڌايو آهي ته سنڌ لاءِ هي نئين گزيٽيئر ڪهڙن مرحلن مان گذرندي تيار ٿي. ڪم ۾ مدد ڪرڻ لاءِ مصنف ڪيئي يورپي عملدارن جا نالا ڏيندي، انهن جو شڪريو ادا ڪيو آهي. البت ٻن ڏيهي اسڪالرن: راءِ بهادر ڪوڙومل ۽ مرزا قليچ بيگ فريدون بيگ جا نالا پڻ شامل ڪيا ويا آهن. جن سنڌ بابت هن گزيٽيئر جي تياريءَ ۾ گورن عملدارن جي رهنمائي ڪئي. مهاڳ کان پوءِ مصنف الڳ صفحي تي مختصر پل نامو به ڏنو آهي. ان بعد فهرست ڏني وئي آهي. فهرست کان پوءِ ڪتب آندل مواد جي فهرست (ببليوگرافي) شامل ڪئي وئي آهي. ان بعد گزيٽيئر جو متن شروع ٿئي ٿو. رايل سائيز تي مشتمل هن گزيٽيئر ۾ ڪل 519 صفحا آهن. آخر ۾ ڏسٽي يا انڊيڪس به ڏني وئي آهي. ايٽڪن صاحب جي تيار ڪيل **سنڌ گزيٽيئر**

(حصو پهريون طور) ڪراچي شهر مان 1907ع ۾ ڇپجي نروار ٿي. هن گزيٽيئر جي سنڌ جي اڀياس ۾ عام طرح سان ۽ خاص طرح سان نئين سنڌ (1843ع کان پوءِ) مطالعي ۾ وڏي اهميت آهي. مسٽر ايٽڪن جي گزيٽيئر ۾ ڪراچي شهر جو نقشو به شامل هو. پاڻ پيش لفظ ۾ جان مري (لنڊن) جو ٿورو مڃيندي لکي ٿو ته: ”مون ڪراچي شهر جو نقشو سنڌس (جان مري) ڪتاب ’هينڊ بُڪ فار انڊيا، برما اينڊ سيلون‘ تان ڪنيو آهي.“

ايٽڪن جي هي گزيٽيئر هيو پيرو انڊس پبليڪيشن ڪراچي پاران 1986ع ۾ شايع ٿي آهي. ليڪن ان ۾ ڪراچي شهر جو نقشو شامل ڪونهي. هن گزيٽيئر جو سنڌي ترجمو حسين بادشاهه ڪيو. هي ترجمو روشني پبليڪيشن ڪنڊياري 2006ع ۾ ڇپيو آهي. حسين بادشاهه پنهنجو مهاڳ ’ٻه اکر‘ عنوان سان لکيو آهي، جڏهن ته ايٽڪن جو پيش لفظ ڪيدي ڇڏيو آهي. هي ترجمو ڊيمي سائيز تي مشتمل 624 صفحن تي ڇپيو آهي. حوالا، حاشيا ۽ ببليوگرافي اصل ڪتاب جي صورت کان هٽي ڪري آخر ۾ ڏنا ويا آهن. مترجم انڊيڪس تي به توجهه نه ڏنو. جا اصل انگريزي ايڊيشن ۾ موجود آهي. سنڌ ۾ هن گزيٽيئر جي مصنف جو مروجه نالو ’ايٽڪن‘ آهي، پر مترجم ان جو نالو ’ائٽيڪن‘ ڏنو آهي، جو مناسب نه ٿو لڳي. سنڌي ترجمو ڪندڙ جي آڏو گزيٽيئر جو 1986ع وارو ڇاپو موجود رهيو هي صورت ۾ شايد ان ۾ شامل ڪراچي شهر جو نقشو به ڏنو وڃي ها.

**سنڌ گزيٽيئر** (ضلعي وار) : ايٽڪن صاحب جي جوڙيل ’سنڌ گزيٽيئر‘ سال 1907ع ۾ شايع ٿي. گزيٽيئر ۾ ايٽڪن بابت ذڪر ڪندي لکيو ويو آهي ته، سندس تيار ڪيل گزيٽيئر مستقل حيثيت رکندڙ هئي ۽ ان کي حصي پهرئين (الف يا اَ) طور نروار ڪيو ويو هو جڏهن ته ايٽڪن پاڻ لکيو آهي ته، سنڌ ۾ موجود ضلعن جا جدا جدا گزيٽيئر ڇپيا ويندا ۽ اهي حصي ٻئي (ب يا بي) طور نروار ٿيندا. اڳتي هلي ضرورت آهر انهن کي سڌاري ۽ وڌائي به ڇاپيو ويندو. سنڌ ۾ 1907ع تائين ڇهه ضلعا هن ريت هئا: ڪراچي، حيدرآباد، سکر، اپر سنڌ فرنٽيئر (جيڪب آباد)، ٿر اينڊ پارڪر ۽ لاڙڪاڻو. جيسين هن گزيٽيئر جو ٻيو حصو ضلعي وار مرتب ٿئي، تيستائين هڪ وڌيڪ ضلعو نوابشاهه 1912ع ۾ وجود ۾ اچي ويو. سنڌ گزيٽيئر جي ضلعي وار يا ايٽڪن جي رٿا موجب، ڀاڱي ٻئي (ب يا بي) جي تياريءَ جو ڪم جي.ڊبليو.سمٿ (J.W Smith) صاحب جي حوالي ڪيو ويو. سمٿ آءِ.سي.ايس عملدار هو. سمٿ ڇهن بجاءِ ستن ڌار ڌار حصن ۾ اهو ڪم مڪمل ڪيو. ڇو ته ان وقت تائين سنڌ ۾ ست ضلعا ٿي چڪا ها. جيتوڻيڪ سمٿ جي ڪم کي ’گزيٽيئر آف دي پراونس آف سنڌ‘ جو نالو ڏنو ويو آهي، ليڪن ان کي ضلعيوار جلد 1، 2، 3، 4، 5، 6، 7 جي سلسلي سان جدا جدا مرتب ڪري شايع ڪيو ويو. جلد 1، ڪراچي ضلعو (1919ع)، جلد 2، حيدرآباد ضلعو (1920ع)، جلد 3، سکر ضلعو (1919ع)، جلد 4، لاڙڪاڻو ضلعو (1920ع)، جلد 5، نوابشاهه ضلعو (1919ع)، جلد 6، ٿر اينڊ پارڪر ضلعو (1919ع) ۽ جلد 7، اپر سنڌ فرنٽيئر ضلعو جيڪب آباد (1919ع)، گورنمينٽ پريس بمبئيءَ مان شايع ٿيا. سڀني جلدن جو پلان يا رٿا اٽڪل ساڳي آهي. فهرست ڪجهه هن ريت آهي: ضلعي جو احوال، آدم شماري، زراعت، آبپاشي، اقتصادي حالت، واپار، صنعت ۽ رستا، آمدني، انصاف، ميونسپل نظام، تعليم، صحت، انتظاميه ۽ تاريخي ماڳ وغيره سڀني مکيه عنوانن کي وري ذيلي موضوعن ۾ تقسيم ڪري بيان ڪيو ويو آهي. ان بعد ٽيهه- ٽيهه فهرستون (Tables) ڏنيون ويون آهن، جن جو تعلق شامل مواد سان آهي ۽ انهن کي مختلف عنوانن ۾ تقسيم ڪيو ويو آهي. جهڙوڪ: ايراضي ۽ آدمشماري، بارش، گرمي پد، شهرن جي آدم شماري، مذهب ۽ تعليم، قبيلا ۽ ذاتيون، زمين ۽ پوکون، گهرو جانور ۽ زرعي سامان، پاڻيءَ جا ذريعا، آبپاشي، تقاوي قرضن جا انگ اکر، قيمتون، ڏڪار، ٻيلا، ڪورٽون (ڪرمنل ۽ سول) ۽ انهن جي ڪارڪردگي ملڪيتن جا انگ اکر، پوليس جي تقسيم (ضلعي اندر)، جيل، روينيو تفصيل، تعلقي وار اپت جا انگ اکر، زميني اپت، ايڪسائيز، روينيو ٽڪليون (اسٽيمپ)، آمدني ٽيڪس، ضلعي لوڪلبورڊ، هر هڪ لوڪلبورڊ جي آمدني ۽ خرچ، ميونسپل نظام، 1911ع جي آدم شماريءَ موجب تعليم ۽ پڙهيلن جو تناسب، اسپتالون ۽ ڊسپينسريون، جهنگلي جيوت (نانگ، ٻلا) سبب جانورن ۽ انسانن جو نقصان. هي انگ اکر هيوز ۽ ايٽڪن جي گزيٽيئرن جي وچ جا ۽ پڻ ڪٿي ڪٿي پوءِ جا ڏنا ويا آهن. هر گزيٽيئر جي آخر ۾ ڏسٽي (انڊيڪس) ۽ پوءِ ضلعي جو نقشو به ڏنو ويو آهي. تازي دور ۾ سمٿ صاحب جي گزيٽيئر جا چار حصا: ڪراچي ضلعو، ٿرپارڪر ضلعو، لاڙڪاڻو ضلعو ۽ حيدرآباد ضلعو، سن 2003ع ۾ انڊس پبلشرز ڪراچي ٻيهر شايع ڪيا آهن. هي بلڪل سادو ايڊيشن آهي، جڏهن ته ساڳيو گزيٽيئر سنگ ميل پبليڪيشنز لاهور پڻ 2005ع ۾ ڇپيو آهي. ست ئي جُلد جدا جدا تمام سهڻي طريقي سان پڪي جلد ۽ اُڇي ڪاغذ تي شايع ڪيا ويا آهن.

**سنڌ گزيٽيئر** (سورلي) : هيوز ۽ ايٽڪن کانپوءِ سنڌ بابت هي ٽين گزيٽيئر آهي. ڊاڪٽر ايڇ.ٽي.سورلي سنڌ ۾ عملدار رهيو. پاڻ I.C.S آفيسر هو. سنڌ جي حيدرآباد، سکر، نواب شاهه، ٿرپارڪر ۽ جيڪب آباد ضلعن ۾ ڪليڪٽر يا ڊپٽي ڪمشنر رهيو. قيام پاڪستان کان پوءِ به پاڻ هتي ملازمت ڪندو رهيو. سال 1950ع-1952ع واري دور ۾ حڪومت پاڪستان جي مرڪزي روينيو بورڊ جو ميمبر پڻ رهيو. سورلي گزيٽيئر کان اڳ ’شاهه عبداللطيف آف ڀٽ‘ جهڙو شاندار ڪتاب لکيو هو. هن ڪتاب تي پاڻ وڏي محنت ڪيائين. اڄ تائين ڀٽائي صاحب تي انگريزي زبان ۾ اهڙو شاندار ڪتاب وري نه ڇپيو آهي. هي ڪتاب 1940ع ۾ آڪسفورڊ پريس لنڊن ڇپرايو هو. ان پسمنظر ۾ جڏهن قيام پاڪستان کان پوءِ حڪومت سنڌ هڪ نئين گزيٽيئر لاءِ سوچيو، تڏهن لاشڪ ته ان ڪم لاءِ ڊاڪٽر سورلي کان وڌيڪ ڪو به ٻيو معتبر انگريز اسڪالر ان وقت موجود نه هو. سنڌ تي هڪ نئين گزيٽيئر جو خيال ان دور جي روينيو وزير پير علي محمد راشدي صاحب جو هو. ان صاحب هي

ڪم ڊاڪٽر سورلي جي حوالي ڪيو. اينڊڪن 1907ع ۾ گزيٽيئر شايع ڪيو. ان بعد اٽڪل روءِ اڌ صدي گذري چڪي هئي. سورلي صاحب جي گزيٽيئر وڏيڪ رٿابنديءَ سان تيار ڪيل، جامع، مڪمل ۽ سائنسي انداز سان تيار ڪئي وئي. گمان آهي ته هي ڪم 1955ع ۾ ون يونٽ جي قيام تائين مڪمل ٿي چڪو هو ۽ سورلي پڻ ايوب خان جي مارشل لا وقت (1958ع)، پاڪستان ڇڏي وڃي، روڊيشيا (ڏکڻ آفريڪا) ۾ رهائش اختيار ڪئي، پر پوءِ به هو پنهنجي ڪم تي نظر ثاني ڪندو رهيو. ڊاڪٽر سورلي سالسبري (روڊيشيا) ۾ هوجو 'سنڌ گزيٽيئر' تي آخري نظرثاني ڪيائين. نظرثانيءَ جو آغاز 27 آڪٽوبر 1957ع تي ڪيائين ۽ خاتمو 03 ڊسمبر 1959ع تي ڪيائين. پنهنجي مهاڳ ۾ گزيٽيئر جي تياريءَ بابت هن تفصيل سان لکيو آهي. ون يونٽ ٺهي چڪو هو. جو سورلي ٻيهر سنڌ ۾ آيو، تڏهن هن ڏٺو ته ڪيئن حڪومت سنڌ جا اهم فائيل لاهور کنيو پي ويا، انهن مان ڪي ماڳ تي پهتا، ڪي رستي ۾ رُلي ويا ۽ ڪي وري ڪراچيءَ ۾ ئي ضايع ٿي ويا. هن صورتحال ۾ ڊاڪٽر سورلي بيحد ڏڪارو ٿيو. ڊاڪٽر سورلي، ڊاڪٽر عمر بن محمد دائود پوٽي جي اچانڪ وفات تي گهري ڏک جو اظهار ڪيو آهي، جو هن علمي ڪم ۾ سندس مددگار هو. پاڻ لکي ٿو ته: "مرزا قليچ بيگ کان پوءِ حقيقي معنيٰ ۾ سنڌ جو لاثاني اسڪالر هو. ان بعد سنڌي ادبي بورڊ ذريعي پروفيسر محبوب علي چنا صاحب، ڊاڪٽر سورلي جي علمي مدد ڪئي. شروع ۾ شڪر ادائي، تصويرن جي لسٽ ۽ ببليوگرافي ڏني وئي آهي. ان بعد فهرست ڏني وئي آهي. گزيٽيئر جا ٽي حصا ڪيا ويا آهن. حصو پهريون 'ملڪ' جنهن کي وڏيڪ پنجن بابن: جاگرافي، جيالاجي، حيوانات، نباتات ۽ قديم آثار ۾ تقسيم ڪيو ويو آهي. ٻيو حصو 'عوام' جي عنوان سان رٿيو ويو آهي، جنهن ۾ پنج باب: تاريخ، آدم شماري، قومون ۽ قبيلا، ڪلچر ۽ دلچسپ ماڳ، عنوانن سان آهن. حصو ٽيون 'انتظاميه' جي موضوع تي آهي، جنهن ۾ نَوَ باب آهن: لينڊ روينيو، زراعت، آبپاشي، اقتصاديات، مقامي حڪومتون، تعليم، پوليس، امن امان، انصاف، جيل ۽ پبلڪ هيلٿ وغيره، پناهگيرن جي بحالي، ترقيات ۽ سماجي ڀلائي، آئين ۽ انتظاميه. آخر ۾ ڏهه ضميما پڻ ڏنا ويا آهن، جن ۾ سنڌ جي ڪمشنرن، گورنرن ۽ رياست خيرپور جي حاڪمن جي لسٽ به ڏني وئي آهي. گورنرن واري لسٽ ۾ سر غلام حسين هدايت الله تائين (1947ع) نالا ڏنا آهن. بلڪل آخر ۾ مختصر مگر ڪارائتي ڏسڻي (Index) به شامل ڪئي وئي آهي.

غور سان ڏسبو ته هر هڪ باب کي وڏيڪ ذيلي عنوانن ۾ تقسيم ڪري اڀياس هيٺ آندو ويو آهي. هر موضوع تي تفصيل سان لکندي ڪافي نئين ڄاڻ ڏني وئي آهي. گزيٽيئر ۾ تصويرن جو به چڱو تعداد شامل ڪيو ويو آهي، جن ۾ ڪي رنگين تصويرون به شامل آهن. جيئن مٿي لکيو ويو هي ڪم ون يونٽ (1955ع) جي ٺهڻ کان اڳ مڪمل ٿي چڪو هو، پر پاڪستان ۾ ان وقت جي غير يقيني سياسي حالتن ۽ سنڌ جي صوبائي حيثيت ختم ٿيڻ جي ڪري ان جي اشاعت (ڇپائي) ۾ دير ٿي. گهڻي دير ٿيڻ جي ڪري آخرڪار ڊاڪٽر ايڇ ٽي سورلي حڪومت پاڪستان کي خط لکي ڌيان ڇڪرايو. نيٺ ون يونٽ سرڪار يا اولهه پاڪستان حڪومت هي گزيٽيئر 1968ع ۾ ڇپرائي پڌري ڪئي. پبلشر نوٽ سيد جميل حيدر شاهه، سيڪريٽري بورڊ آف روينيو اولهه پاڪستان، آگسٽ 1968ع تي لاهور ۾ لکيو.

اصل ۾ هي ڪتاب سنڌ گورنمينٽ پريس ڪراچيءَ ۾ ڇپيو، پر نئين صورت حال ۾ ان کي ويسٽ پاڪستان گورنمينٽ پريس جو نالو ڏنو ويو. بدليل حالتن ۾ سورلي صاحب جي 'سنڌ گزيٽيئر' جو نالو تبديل ڪيو ويو. متن ۾ هر صفحي (فوليو) تي نالو هن ريت ڏنو ويو: West Pakistan Gazetteer, Sindh Region. جڏهن ته ٽائيٽل پيج تي گزيٽيئر جو نالو هن طرح شايع ٿيو هو:

The Gazetteer of West Pakistan: The Former Province of Sindh (Including Khairpur State). سنڌ جي ناليواري محقق ۽ ڏاهي ايم.ايڇ. پنهور لکيو آهي ته: اشاعت وقت هن گزيٽيئر مان ڪي اهم شيون ڪڍيون ويون ۽ ان کي مڪمل طرح سان ڇنڊ ڇاڻ ڪان پوءِ ڇپيو ويو (سورس مٽيريل آن سنڌ، ص 457، سنڌالاجي 1977ع). هن گزيٽيئر جو مختصر اردو ترجمو 'سنڌ نگر' جي نالي سان، نساءِ ٽريڊرس ڪوئيٽا 1989ع ۾ ڇپيو آهي. هي ترجمو پروفيسر ايم.انور رومان ڪيو آهي. حڪومت سنڌ کي گهرجي ته سورلي صاحب جي گزيٽيئر جي مالڪي ڪري. ان کي نئين طرح سان ايڊٽ ڪري ڇپرائجي ۽ جتي به ون يونٽ سرڪار 'سابق سنڌ' لفظ ڪتب آندو آهي. ان کي 'سنڌ' عنوان تحت درست ڪجي.

**سنڌ لا ڪاليج حيدرآباد:** گورنمينٽ سنڌ لا ڪاليج حيدرآباد جو شمار سنڌ جي اوائلي ڪاليجن ۾ ٿئي ٿو. نومبر 1948ع ۾ سنڌ




ايجوڪيشن سوسائٽيءَ جي هٿ هيٺ سنڌ لا ڪاليج جو قيام عمل ۾ آيو. هن سوسائٽيءَ پاران ورهاڱي کان اڳ به ڪيترا هاءِ اسڪول ۽ اڪيڊميون هلنديون هيون. سنڌ لا ڪاليج جو پهريون تعليمي سال، سوسائٽيءَ جي قائم ڪيل اين. ايڇ. اڪيڊميءَ جي ڪلاس روم کان

سنڌ ۾ ٻارن جو...

شروع ٿيو. هن ڪاليج وقت سان گڏ ترقي ڪري سنڌ جي وڏي لا ڪاليج جي حيثيت حاصل ڪئي آهي.

سنڌ لا ڪاليج مان هزارين شاگرد قانون جي تعليم حاصل ڪري وڏا وڪيل ۽ جج بڻيا آهن. پاڪستان جي موجوده چيف جسٽس افتخار محمد چوڌريءَ 73-1972ع واري بئچ ۾ هن ڪاليج مان قانون جي ڊگري حاصل ڪئي هئي. ان کان اڳ 61-1960ع واري بئچ مان اڳوڻي چيف جسٽس سپريم ڪورٽ ۽ هاءِ ڪورٽ جسٽس ناظم حسين صديقي، 1964ع واري بئچ مان اڳوڻي چيف جسٽس هاءِ ڪورٽ سنڌ سيد ديدار حسين شاهه ۽ سنڌ هاءِ ڪورٽ جي اڳوڻي چيف جسٽس غلام رباني 1966ع واري بئچ مان قانون جي ڊگري حاصل ڪئي. ان ڪانسواءِ ڪيترا نامور جج جسٽس آغا عبدالرسول، جسٽس محمد اسلم آرائين، عبدالمجيد خانزاده، جسٽس حامد علي مرزا، جسٽس امان الله عباسي، جسٽس مجيب الله صديقي، جسٽس محمد اشرف لغاري، جسٽس شمس الدين هيسباڻي، جسٽس عزيزالله ميمڻ، جسٽس ياسمين عباسي، جسٽس سائين ڏنو ميتلو وغيره به سنڌ لا ڪاليج مان پڙهيا.

هي ڪاليج سيپٽمبر 1972ع ۾ نئين تعليمي پاليسيءَ هيٺ قومي تحويل ۾ ورتو ويو. هن ڪاليج جو انتظامي وهنوار 'بورڊ آف گورنرس فار لا ڪاليجز' ذريعي هلي ٿو ۽ هن ڪاليج جو الحاق سنڌ يونيورسٽيءَ سان آهي.

سنڌ لا ڪاليج جي پرنسپال طور هنن شخصيتن خدمتون سرانجام ڏنيون آهن:

- خانبهادر سڪندر بيگ ايس. مرزا (20 نومبر 1948ع کان 19 جولاءِ 1953ع)
- عبدالجليل عبدالجبار (20 جولاءِ 1953ع کان 4 سيپٽمبر 1965ع)
- اي. جي. آخوند (30 آڪٽوبر 1965ع کان 10 آڪٽوبر 1966ع)
- قمبرعلي بيگ مرزا (7 نومبر 1966ع کان 30 جون 1972ع)
- احمد محمد قاضي (1 جولاءِ 1972ع کان 18 سيپٽمبر 1980ع)
- غلام رسول شاهه (19 سيپٽمبر 1980ع کان 9 نومبر 1985ع)
- پي. ايم. امر (10 نومبر 1985ع کان 6 اپريل 1995ع)
- محمد جميل عبدالجليل زبيدي (6 اپريل 1995ع کان 17 آڪٽوبر 1995ع)
- خواجه غلام حيدر (18 آڪٽوبر 1999ع کان 30 جولاءِ 2000ع)
- احمد علي شيخ (30 جولاءِ 2000ع کان اڄ تائين).

**سنڌ ۾ ٻارن جو پهريون سائنسي ميلو:** سنڌ ۾ ٻارن لاءِ هي پهريون سائنسي ميلو سنڌ سائنس سوسائٽيءَ طرفان ڇنڇر 29 اپريل 1972ع تي سنڌ يونيورسٽيءَ جي اولڊ ڪئمپس ۾ لڳايو ويو. هن ميلي جي اهتمام لاءِ ان وقت جي ڊائريڪٽر آف ايجوڪيشن نبي بخش خان بلوچ جي سربراهي ۾ هڪ ڪميٽي جوڙي وئي جنهن جو سيڪريٽري پير مظهرالحق ۽ ميمبر تاج محمد هاليپوٽو، عبدالرحمان مغل، محمد يوسف شيخ، ظفر حسن، ظفر ڪاظمي ۽ عبدالحق ابڙو مقرر ڪيا ويا هئا.

هن سائنسي ميلي جو خصوصي مهمان بلوچستان يونيورسٽيءَ جو وائيس چانسلر جسٽس دوراب پٽيل هو. هن سائنسي ميلي ۾ سنڌ جي مختلف علائقن جي اسڪولن مان آيل ٻارن جا جوڙيل سائنسي ماڊل ۽ تصويرون رکيون ويون هيون. جيڪي افتتاح ڪانپوءِ مختلف اسڪولن ۾ آيل ٻارن کي ڏيکاريون ويون. هن سائنسي ميلي ۾ شرڪت ڪندڙ اسڪولن ۾:

- ماڊل اسڪول، سنڌ يونيورسٽي
- پبلڪ اسڪول لطيف آباد
- ڪئنٽونمينٽ گرلس اسڪول، حيدآباد
- ايس ڪي رحيم هاءِ اسڪول، حيدرآباد
- گورنمينٽ هاءِ اسڪول، ٺٽو
- گورنمينٽ گرلس ڪامپريهنسو هاءِ اسڪول، لطيف آباد

ان ڪانسواءِ ائگريڪلچر ڪاليج ٽنڊوڄام ۽ سنڌ يونيورسٽيءَ جي سائنس جي هيٺين شعبن پڻ نمائش ۾ پنهنجا اسٽال لڳايا هئا، جن ۾ ڪيمسٽري، فزڪس، باٽني، زولاجي، جيالاجي، سائيڪالاجي شعبن ڪانسواءِ انجنيئرنگ ڪاليج شامل هئا.

هن سائنسي ميلي جي پڄاڻيءَ تي اسڪول جي ٻارن کي انسٽيٽيوٽ آف ايجوڪيشن جي آڊيٽوريم ۾ چنڊ ۽ خلا تي ٺهيل دستاويزي فلمون پڻ ڏيکاريون ويون. ان ڪانپوءِ اسڪول جي ٻارن لاءِ سائنس جي موضوع تي هڪ ڏينهن مباحثي جي مجلس پڻ منعقد ڪئي وئي، جنهن جي صدارت ان وقت جي صدر ڊائريڪٽر تعليم حيدرآباد سيد پناهه علي شاهه ڪئي. هن مباحثي لاءِ موضوع رکيل هو: "هن ايوان جي راءِ ۾ سياستدان، سائنسدان کان وڌيڪ خدمت ڪن ٿا." هن مباحثي ۾ قائد ايوان، ظهير حيدر موسوي (ماڊل اسڪول سنڌ يونيورسٽي) ۽ قائد حزب اختلاف محمد سليم چنا (نور محمد هاءِ اسڪول) چونڊيو ويو هو. ان ڪانسواءِ هيٺين اسڪولن جي ٻارن پڻ حصو ورتو:

(1) ماڊل اسڪول سنڌ يونيورسٽيءَ مان بشيراحمد زرداري، شرف علي شاهه، عابد حسين شاهه، زبيرواحد بلوچ، عبدالصمد پنهور، قاضي سليم.

(2) نور محمد هاءِ اسڪول حيدرآباد مان بادل خان ميربحر، قبول احمد، شڪيل احمد شاهه، محمد اسلم ابڙو.

(3) سنڌ ماڊل اسڪول ٽنڊي الهيار مان حاجي اشفاق احمد، ظفر اقبال.

(4) گورنمنٽ هاءِ اسڪول ماتلي مان غلام رسول نظاماڻي.

(5) گورنمنٽ ماڊل اسڪول پليڏنو ڪاڪا مان محمد صالح ڪاڪا، غلام مصطفىٰ ڪاڪا.

(6) گورنمنٽ گرلس هاءِ اسڪول حيدرآباد مان نسرين ميمڻ، انجم افشان، صنوبر بلوچ، شاهين عقيلي شامل هئا.

ان ڪانسواءِ هال ۾ ڪيترن ئي اسڪولن جا ٻار به موجود هئا، جيڪي سنڌ جي مختلف علائقن مان آيا هئا. هن سائنسي ميلي جو مقصد ٻارن ۾

سائنس جي اهميت ۽ سائنسي علم حاصل ڪرڻ جو شوق پيدا ڪرڻ هو ته جيئن اهي اڳتي هلي سائنسي علم حاصل ڪرڻ لاءِ وڌ کان وڌ ڪوششون ڪن ۽ انهن ۾ سائنسي بحث مباحثي جو شعور پيدا ڪجي.

**سنڌ ورقي/ورڪي:** سنڌ ورقي جو اسم 1843ع ڪانپوءِ وجود ۾ آيو، جڏهن انگريزن سنڌ تي قبضو ڪيو. تڏهن سنڌ جي گاديءَ جو هنڌ حيدرآباد هو. جنهن ڪري حيدرآباد سنڌ جي ڪاريگرن جو مکيه شهر هو. انهيءَ وقت ڪي واپاري سنڌ جون ٺهيل ثقافتي شيون انگريزن وٽ وڪڻڻ لاءِ ويندا هئا ۽ انگريز اهي شيون وڏي چاهه سان خريد ڪري پنهنجي مٽن مائٽن کي موڪليندا هئا. ونڻ وقت گهڻو ڪري پڇندا هئا ته (Is this Sindh Work?) ڇا هي سنڌ جي ٺهيل آهي؟ اهو ڏسي واپاري به پهچڻ شرط پڇندا هئا ?You want to see Sindh work توهان ڪجهه سنڌ جو ڪم ڏسندؤ؟ سنڌ ورڪ گهڻو استعمال ٿيڻ لڳو جنهن بعد اهي واپاري سنڌ ورقي جي لقب سان مشهور ٿي ويا. سنڌ ورق جي واپارين کي انگريزن مان چڱي آمدني ٿيندو ڏسي گهڻن ماڻهن جو رخ انهيءَ قسم جي ڌنڌي ڏانهن ٿيو ۽ انهي ئي وقت ڪي واپاري سنڌ جو ثقافتي مال کڻي سنڌ کان ٻاهر انهن ملڪن ڏانهن روانا ٿيا، جتي خبر پين ته انگريز گهڻا ٿا رهن. بمبئيءَ ۾ هنن جي واپار چڱي ترقي ڪئي. انهيءَ وقت سنڌ بمبئيءَ جو حصو هئي. واپارين ترقي ڪرڻ ڪانپوءِ پاڻ وٽ نوڪر رکي، انهن کان ڦيري ڪرائڻ لڳا ۽ پاڻ سيٺ ٿي ويٺا.

سڀ کان پهرين سنڌ ورقي جيڪي سنڌ ۽ هند کان ٻاهر ويا ۽ جن جا ڪارخانا اڄ به اتي موجود آهن، سي پائي پوهومل ۽ پائي وسيومل هئا. پائي پوهومل مصر ۽ پائي وسيومل Strait Settlement ڏانهن ويو. جتان آهستي آهستي هو نوڪرن کي گهرائيندا ڪم کي وڌائيندا ويا. هن وقت سنڌ ورقي وارن جا دنيا جي ڪيترن ئي ملڪن ۾ ڪارخانا آهن.

سنڌو سڀيتا جي قديم تهذيب دوران ۽ پوءِ وارن دورن ۾ سنڌ جا وڻجارا ۽ سنڌ ورڪي جاوا، سماترا، لنڪا، عدن ۽ ٻين ديساور جي ملڪن ۾ پنهنجي واپار ذريعي نه صرف پاڻ کي بلڪه هند سنڌ ۽ پنهنجي شهرن ۽ ملڪ کي شاهوڪار بڻائيندا رهيا آهن. هن وقت دنيا جي مختلف ملڪن ۾ جيڪي ڪامياب سنڌي هندو واپاري بلنديءَ تي آهن انهن جو ٿورو وچور هتي ڏجي ٿو.

(1) يورپ ۾ سنڌين جي ڪامياب ترين ڪٽنب جو نالو آهي 'هندوجا ڪٽنب' جيڪو لنڊن ۾ رهي ٿو ۽ ارب پتي آهي. سنڌن واپار ناٽي، تيل ۽ ٽيليڪميونيڪيشن جي شعبن ۾ ٿيندو آهي. هنن پنهنجي واپار جي شروعات تهران کان ڪئي، پوءِ لنڊن منتقل ٿيا. هن ڪٽنب پنهنجي واپار مفادن سان گڏ سماجي خدمت ۾ به نمايان ڪم ڪيو آهي ۽ سنڌن قائم ڪيل هندوجا ٽرسٽ ذريعي ڪيئي اسپتالون ۽ تعليمي ادارا سڄي هندستان ۾ پکڙيل آهنا. سنڌن وڏو ڏاڏو شڪارپور جو هو، جنهن جو نالو پرمانند ديپچند هندوجا هو.

(2) اوير ايشيا ۾ هانگ ڪانگ جو ڪامياب ترين سنڌي واپاري ڪٽنب 'هيرالال' نالي آهي، جيڪي اصل ۾ حيدرآباد سنڌ جا آهن. ليلارام هيرالال کي ڇهه پٽ هئا، جن انهيءَ واپار کي پکڙيو آهي. سنڌن واپار جو ميدان اليڪٽرانڪس، سافٽ ويئر ۽ جائداد جي خريد و فروخت آهن. ڪجهه وقت ڪانپوءِ هنن هوٽلن جو ڪاروبار شروع ڪيو ۽ هانگ ڪانگ جي امپيريل هوٽل، 650 ڪمرن واري هاليڊي اِن گولڊن مائيل ٺهرايون. ان ڪانسواءِ هن وقت دنيا جي مختلف شهرن ۾ سنڌن هوٽلون موجود آهن، جن مان سنگاپور ۽ پينانگ ۾ هاليڊي اِن، لنڊن ۾ شيريٽن بيلگريويا، مانٽريال (ڪئناڊا) ۾ ڪواليٽي هوٽل، مڪائو ۾ ويسٽن رزارٽ، سڊنيءَ ۾ ڊبليو هوٽل، هانگ ڪانگ ۾ انٽرڪانٽينينٽل هوٽل، ان ڪانسواءِ سنگاپور ۽ بئنڪاڪ جي هوائي اڏن تي پڻ سنڌن هوٽلون آهن.

هن خاندان جو سمورو واپار گڏيل آهي ۽ اهي سمورا ڇهن ڀائرن جو اولاد ۽ سنڌن ڪٽنب گڏجي هانگ ڪانگ جي شهر ڪولون ۾ هڪ وڏي خانداني گهر ۾ رهن ٿا، جنهن ۾ 90 ڪمرا ۽ 30 گاڏين جي بيهارڻ لاءِ جاءِ آهي.

(3) سنگاپور ۾ هڪ سنڌي ڪٽنب جا ٻه ڀائر اشوڪ ڪمار ۽ راج وڏا واپاري آهن، پر 1997ع ۾ اهي هڪ بئنڪر کي رشوت ڏيڻ جي ڏوهه ۾ اهڙا ڦاٿا جو هاڻي اهو اوج ڪونه رهيو اٿن. هنن جو ڪاروبار پڻ هوٽلن جو هو. سنڌن پيءُ 1947ع ۾ سنڌ مان لڏي وڃي سنگاپور ۾ ويٺو، جتي هن ريشم جو ڪاروبار ڪيو، جنهن جا ڪيترائي دڪان سڄي ملڪ ۾ قائم ڪيائين. هنن بعد ۾ آسٽريليا ۽ نيوزيلينڊ ۾ هوٽلون، سنگاپور ۾ 400 دڪان ۽ ممبئي ۾ سيراڪ هوٽل ۾ پئسو سيڙايو ۽ وڏو نالو ڪمايو.

(4) سنگاپور ۾ هڪ ٻيو اهم سنڌي واپاري ڪٽنب ميلواڻين جو آهي، جيڪي اتي ڪيترائي ريسٽورنٽ کوليو ويٺا آهن. اهي ملائيشيا جي ميليم گروپ سان به ڪاروباري شريڪ آهن، جن جو ڪم فيشن جي دنيا سان آهي.

سنڌين جي ڪاروبار ۾ ڪاميابيءَ کي ڏسندي هڪ سرائڪي چوڻي آهي ته "جو وڃي ڄاوي، سو ڦر نه آوي، جي آوي ته پٽ پوٽا ڏاوي."

**سنڌو ساک سنگم** (Sindhu Sakha Sangam): سنڌو ساک سنگم، هندستان ۾ سنڌي ٿيئٽر جو وڏو نالو آهي. هي ٿيئٽر 29




سيپٽمبر 2007ع تي سنڌو نگر، الهاس نگر ۾ مقيم سنڌين قائم ڪيو. ٿيئٽر جي قائم ڪرڻ ۾ سنڌي ٻوليءَ جي واڌاري ۽ ترقيءَ جهڙو مقصد

ڪارفرما آهي. سنڌو ساڪ سنگم ۾ موسيقار، راڳي، ڪهاڻي نويس، ڊائريڪٽر. اسٽيج ٿيئٽر لاءِ لائيٽ مين ۽ ٻيو عملو هر وقت حاضر رهي ٿو. ٿيئٽر جي مقصدن ۾ سنڌي ٻوليءَ ۾ اسٽيج ڊرامن کي نہ فقط انڊيا بلڪ پوري دنيا سطح تي پيش ڪري پذيرائي وٺرائڻ ۽ سنڌي ٿيئٽر جي مارڪيٽ ناهي ٻين ٻولين ۾ ٿيندڙ ٿيئٽرن جي مقابلي ۾ آڻي بيهارڻ لاءِ ڪوشش وٺڻ آهي. ان مقصد جي حاصلات لاءِ سنگم جي سموري سنگت جانفشانيءَ سان ڪم ڪري ٿي ۽ ٿوري ئي عرصي ۾ سنڌي ڊرامن جي سنگم هندستان توڙي پرڏيهہ ۾ مشهوري ماڻي آهي.

سنڌو ساڪ سنگم پاران ڊرامن سميت موسيقيءَ جا براهہ راست پروگرام، ناچ جا مقابلا وغيره پڻ منعقد ڪرايا وڃن ٿا. ٿيئٽر جي ميمبرن ۾ مجموعي طور ڪم ڪندڙ سنڌي آهن. جن وٽ سنڌ جي ڪلچر ۽ ٻوليءَ جي وسيع ڄهلاءُ جوجنون موجود آهي. سنڌي ڪلچر ۽ ٻوليءَ جي واڌاري لاءِ ٿيئٽر پاران ڪن موقعن تي بنا ٽڪيٽ جي پروگرام پڻ ڪرايا وڃن ٿا. سترجي ڏهاڪي تائين اوج ڏسندڙ سنڌي ٻوليءَ جي ٿيئٽر جو ڪجهہ وقت زوال رهيو. جنهن کي هندستان ۾ خاص طور جيارڻ لاءِ سنڌو ساڪ سنگم ۽ ڪن ٻين ادارن جون خدمتون قابل تحسين آهن.

ٿيئٽر جي پاران پهريون ڊرامو 'ديوان گورڌن داس گوپلاڻي' اسٽيج ڪيو ويو. جيڪو ڊرامو مزاحيہ هو. جنهن کي ڏسندڙن پاران ڀرپور موٽ ملي. جنهن ڪانپور، هندستان ۾ مختلف هنڌن تي ساڳيو ڊرامو پنجاهہ ڪان مٿي ڀيرا اسٽيج ڪيو ويو آهي. ان ڪانسواءِ دبئيءَ ۾ بہ هيءُ ڊرامو اسٽيج ٿيو. ٿيئٽر پاران هن وقت تائين هينيان ڊراما اسٽيج ڪيا ويا آهن: (1) سهڻا سنڌي، جڳ جو شان، (2) ڊم ڊم ڊگا ڊگا (مزاحيہ ڊرامو)، (3) جئہ جهولي لعل، جئہ سنڌ، جئہ سنڌ.

هنن ناٽڪن مان 'سهڻا سنڌي جڳ جو شان' ڊرامي جو ليکڪ سداحيات رامڻ راجپال، ڊائريڪٽر جولي تيجواڻي آهن ۽ اداڪارن ۾ جيتو وزيراڻي، ريکا نڪر، ٽيڪو منگتاڻي، آرتي جسونت ڪمار، وجي ڀواڻي، جولي تيجواڻي، جئہ هيرو، ڪشن راماڻي، جنوي راماڻي، شلپا سڌاڻي، ڪرونا تيجواڻي، گلشن ماکيجا، ڏنيش روهڙا، پرتيش ٿواڻي، نارائڻ واسديو شامل آهن.

سنڌو ساڪ سنگم پاران آل انڊيا ڊراما فيسٽيول ڀوپال اينڊ ٻڙودا ۾ بہ سنڌي ڊرامو 'تديو لنگر' پيش ڪيو ويو جنهن کي ان پهرين بهترين ڊرامن ۾ شمار ڪرڻ جو اعزاز مليو. ان ڊرامي ۾ هند ۾ اسٽيج ڊرامي جي موجود نامور ڪلاڪارن: جيتو وزيراڻي، جولي تيجواڻي ۽ ٻين اداڪاري ڪئي. سنڌو ساڪ سنگم ۾ ڪم ڪندڙ ڪلاڪارن ۽ اسڪرپٽ لکندڙن جي چونڊ موجب تہ هي سنڌو (سنڌ) جا سنگتي يا پروانا آهن. سنڌو ساڪ سنگم پاران نئين ڊرامي 'بندر جي هٽ ۾ شيمپيئن' تي ڪم هلندڙ آهي. هن ڊراما منڊليءَ جي هيڊ آفيس مها لکشمي، وينس سئنيما، الهاس نگر (سنڌو نگر)، ضلعي مهاراشٽر، انڊيا ۾ آهي.

## سنڌو ماٿريءَ وارن جون ايجادون

**سنڌو ماٿريءَ وارن جون ايجادون:** سنڌو ماٿريءَ جي پنج هزار پراڻي سڀيتا ۾ جتي شهري رٿابندي، گهرن جي اڏاوت، پاڻيءَ جي نيڪال، مختلف هنرن ۽ فنن بابت آثار قديمہ جي ماهرن گهڻو لکيو آهي، اتي اها ڳالهہ بہ معلوم ٿيڻ گهرجي تہ قديم سنڌ جي ماڻهن ڪهڙيون نيون شيون ڳولي هٿ ڪيون يا پاڻ ايجاد ڪيون. ان ڏس ۾ اڀياس ڪرڻ سان هينين شين جو ڏس ملي ٿو:

**بٽڻ يا ٻيڙا:** ڪپڙن، ٿيلهن ۽ ٻين شين ۾ ٻيڙا يا بٽڻ لڳايا ويندا آهن جن جو هڪ عملي ڪارج هوندو آهي تہ اهي ڪنهن کليل منهن کي بند ڪرڻ يا خوبصورتيءَ لاءِ هنيا ويندا آهن. ماهرن جو خيال آهي تہ 2000 ق. م ۾ سنڌ جي ماڻهن بٽڻن جو استعمال شروع ڪيو. جيڪي ڪوڏن ۽ موتين مان ٺاهيا ويندا هئا. انهن بٽڻن ۾ مختلف جاميٽريءَ واريون شڪليون (گول، چورس، مستطيل) ملن ٿيون. هنن بٽڻن جي وچان سوراخ ٺهيل آهي، جنهن مان ڌاڳو لنگهائي ڪپڙي وغيره تي انهن کي ٽانڪي سگهجي ٿو. آئن ميڪنيل (Ian Mc Neil) نالي ماهر جو چوڻ آهي تہ اها بٽڻ جي پراڻي ۾ پراڻي موجودگي موهن جي دڙي مان ثابت ٿئي ٿي.

**رولر يا فٽ پٽي:** سنڌو ماٿريءَ جا ماڻهو وقت، ڊيگهہ ۽ حجم ماپڻ ۾ پڻ اڳيرا رهيا آهن. هڪ آثار قديمہ جي ماهر کي ميسوپوٽيميا مان 2650 قبل مسيح جي هڪ ٽامي جي پٽي ملي هئي، جنهن کي هن ماپ جي پٽي سڏيو هو. سنڌو تهذيب مان عاج جون ٺهيل ماپ ڪرڻ جون پٽيون لڌيون آهن، جيڪي 1500 ق. م کان اڳ جون آهن. البت لوٿل مان (2400 ق. م) هڪ رولر 1/16 انچ برابر (2 ملي ميٽرن کان ٿورو گهٽ) لڌو ويو آهي. موهن جي دڙي مان لڌل ماپ پٽيءَ 1.32 انچن جي ايڪن ۾ ورهايل آهي، جنهن ۾ ڏهائيءَ جي حساب سان وڏيڪ ورهاست ٿيل آهي، جنهن ۾ ننڍي ۾ ننڍو ايڪو انچ جو 0.005 حصو آهي. اڏاوت ۾ استعمال ٿيل سرن ۾ بہ ماپ جو حساب ڪتاب اهڙيءَ ريت پورو آهي.

**ڏاڪڻ وارا کوهہ (Step wells):** موهن جي دڙي ۽ لوٿل ۾ ڏاڪڻين وارا اهڙا کوهہ ۽ پاڻيءَ جا تلاءُ ملن ٿا، جهڙا دنيا ۾ ٻيو ڪٿي بہ ڪونهن. بعد




۾ پارت جي ٻوڏي ۽ جين ڌرم وارن اهڙا ساڳيا ڏاڪڻ وارا کوهہ ٺهرايا، جن جي ڌرمي اهميت هئي.

**ڏندن جي ڪوٽائيءَ واري سيراهي (Dental Drill):** ڏندن جي ڪوٽائي، صفائي ۽ ڀرائيءَ (filling) لاءِ ڊرل جي ايجاد سڀ کان اول سنڌو تهذيب جي مهرڳڙهه ماڳ (7000 سال اڳ) تي ثابت ٿئي ٿي. جتان ماڻهن جا



اهڙا ڍانچا مليا آهن، جن جي ڏندن ۾ ڪوٽائي ٿيل آهي ۽ ڏند/ ڏاڙ ۾ 3.5 ملي ميٽر گهرو سوراخ ڪيل آهي، جيڪو ضرور ڪنهن اهڙي اوزار سان ٿيو هوندو. جهڙو ٻٽڻن ۽ موتين ۾ سوراخ ڪرڻ لاءِ ڪم آندو هونداٺون. ڪمانيءَ واري ڊرل (Bowdrill) يا سيراهيءَ جو مهرڳڙهه ۾ استعمال 5 کان 4 هزار ق. م ۾ ثابت ٿئي ٿو. اهڙيون سيراهيون بعد ۾ سنڌو ماٿريءَ جي ٻين هنڌن تان به لڌيون آهن.

**بچاءُ بند/ پشتا (Levees):** دنيا ۾ سڀ کان آڳاٽا بچاءُ بند يا مصنوعي پشتا سنڌوءَ تي 5000 سال اڳ سنڌو سڀيتا ۾ ٺهيل مليا ٿا. جنهن جو دارومدار زراعت تي هو. ان کانپوءِ 3000 سال اڳ مصر ۾ پڻ اهڙا بچاءُ بند مليا آهن. ميسوپوٽيميا ۽ چين ۾ به اهي مليا ٿا. ماهرن جو چوڻ آهي ته قديم تهذيبن ۾ انهن جو ملڻ ثابت ڪري ٿو ته انهن جو انتظام باقاعدي ڪنهن طريقي ڪار موجب اختيارين طرفان ڪيو ويو هوندو ۽ انهن لاءِ انجنيئرنگ جي ڄاڻ بيحد ضروري هوندي آهي. ان لحاظ کان انهيءَ سائنس جو بنياد به سنڌو ماٿريءَ ۾ پيل ٿو ڀائنجي.

**هر (Plough):** جانورن ذريعي هر هلائڻ جو آڳاٽي ۾ آڳاٽو لڌل اهڃاڻ سنڌو ماٿريءَ مان مليو آهي.

**لکڻ جو هنر:** سنڌو تهذيب دنيا جي انهن آڳاٽين تهذيبن مان آهي، جنهن لکڻ جو يا تحرير جو فن ايجاد ڪيو ۽ باقاعدي رسم الخط جوڙي لکڻ جي ابتدا ڪئي. ان مان ظاهر ٿئي ٿو ته هتي ڪاتب يا خوشخطي ڪندڙ (scribes) پڻ هوندا، جيڪي ان فن ۾ مهارت رکندا هوندا.

**جهازراني:** ميسوپوٽيميا جي دور دراز بندرن تائين سنڌو ماٿريءَ جي واپاري وڃڻ جو وڃڻ ۽ سامونڊي سفر ثابت ڪري ٿو ته هتان جا ماڻهو جهازرانيءَ جا به آڳاٽا موجد هئا.

سنڌو تهذيب جي مکيه شهرن (موهن جي دڙي ۽ هڙپا) جي پلاننگ ۽ اڏاوت، پاڻيءَ جو نيڪال (drainage)، گهرن ۾ هوا جو رخ (ventilation)، هڪ ماڙ يا ٻه ماڙ جايون، ٽائون پلاننگ ۽ سول انجنيئرنگ جا مثال آهن. هنرمندن جا هنر ۽ فنڪارن جا فن سنڌن تخليقي صلاحيتن جا امين آهن. جن لاءِ سنڌو لوڪ پنهنجي ذهني صلاحيتن ۽ ڏات جو استعمال ڪري دنيا جي سڀ کان آڳاٽن سڌريل لوڪن ۾ شامل ٿيا.

**سنڌو ميراڻي:** چترڪار، اديب ۽ شاعر سنڌو ميراڻيءَ جو اصل نالو محمد صالح ولد محمد حسين ميراڻي هو. هن 15 فيبروري 1948ع تي دادو شهر ۾ جنم ورتو. پرائمري ثانوي ۽ اعلىٰ ثانوي تعليم دادوءَ مان



حاصل ڪيائين. ايم اي انگريزي (ادب) ۾ سنڌ يونيورسٽي، ڄامشوري مان ڪيائين. جنهن کانپوءِ ليڪچرار جي حيثيت سان مختلف ڪاليجن ۾ پڙهايائين. ڪيس 1977ع ۾ ڪيڊٽ ڪاليج پيٽارو ۾ ليڪچرر مقرر ڪيو ويو. شهيد ذوالفقار علي ڀٽي کي جڏهن ڦاسي ڏني وئي ته هن سندس جنازي نماز پڙهائڻ جا انتظام ڪيا ۽ هڪ جنازي نماز جو پاڻ پيش امام به ٿيو. جنهنڪري ضياءُ الحق انتظاميه ڪيس نوڪريءَ مان ڪڍي ڇڏيو. جنهن کانپوءِ هو مسلسل ان جدوجهد ۾ رهيو ته سندس ملازمت بحال ٿئي پر ڪيس نوڪريءَ تي بحال نه ڪيو ويو ۽ مايوس ٿي هن پيٽ پالڻ لاءِ مختلف ڪاروبار ڪيا. جن ۾ هن پاڻ سعيدآباد ۾ ميڊيڪل اسٽور تي ملازمت ڪرڻ، ميڻ بتيون ٺاهڻ کان وٺي پڪوڙن ترڻ تائين جو ڪم ڪيو. جنهن کانپوءِ هن دادو شهر ۾ هڪ پريس کولي، جنهن مان هن 'ليڪڪ' ۽ 'امرتا' نالي به رسالا شايع ڪيا. آخري وقت ۾ مارڪيٽ روڊ دادوءَ تي ڦٿن تي ڪتبن اکيڙڻ ۽ لکڻ جو دڪان هئس، جتي هو ڪتبا اکيڙيندو هو انهيءَ فن ۾ کيس وڏي دسترس هئي.

سنڌو ميراڻيءَ 1962ع کان ادبي دنيا ۾ پير پاتو. سٺو ڊرائنگ ماسٽر هو. سندس وڏي سڃاڻپ ڪارٽونسٽ طور هئي. هن جا ڪارٽون سنڌيءَ جي سمورن رسالن ۽ اخبارن ۾ ڇپيا هئا. هن ڪهاڻيون ۽ ڪيترا مضمون به لکيا. شاعري به ڪيائين. سندس هڪ سائيڪو اسٽائيل ڪارٽون جو ڪتاب به شايع ٿيل آهي، جڏهن ته سندس شعري مجموعو ۽ طب تي ڪتاب اشاعت هيٺ اچي نه سگهيا آهن.

هن 1988ع جي اليڪشن ۾ پي. ايس 74 تي اڳوڻي وزير تعليم پير مظهرالحق جي سامهون آزاد اميدوار طور فارم ڀرايو ۽ سائيڪل تي چڙهي پنهنجي اليڪشن مهم هلائي، پر کيس ناڪامي حاصل ٿي.

سال 2003ع ۾ کيس دم جي تڪليف وڪوڙي ورتو. ان تڪليف ۾ هن 10 سال گذاريا، ۽ 15 سيپٽمبر 2013ع تي وفات ڪيائين.

**سنڌو نگر:** 'سنڌو نگر'، جنهن کي 'الهاس نگر' به چيو ويندو آهي، ڀارت جي رياست مهاراشٽر ۾، ممبئي شهر کان 60 ڪلوميٽرن جي پنڌ

تي سنڌين پاران آباد ڪيل هڪ شهر آهي. 1947ع جي ورهاڱي وقت سنڌ جا رهاڪو هندو، حالتن کان مجبور ٿي لڏپلاڻ ڪري، وڏي تعداد ۾ هندستان جي مختلف حصن ۾ وڃي آباد ٿيا.



موجوده سنڌو نگر يا اُلهاس نگر وارو علائقو ٻي مهاڀاري لڙائيءَ وقت انگريز فوج جي ڇانوڻي هئي، جنهن کي ’ڪلياڻ ڪئمپ‘ به سڏيو ويندو هو. 1947ع واري ورهاڱي کانپوءِ جيئن انگريزن هندستان خالي ڪيو، تيئن هيءَ فوجي ڇانوڻي ختم ڪئي وئي. ان وقت جيڪي هندو سنڌ مان لڏي بمبئيءَ ۽ ٻين علائقن ۾ پهتا هئا، تن کي هن فوجي ڪئمپ (ڪلياڻ ڪئمپ) ۾ ترسايو ويو. هن ڪئمپ/ علائقي وچان الهاس ندي گذري ٿي، ان جي نسبت سان هن وسنديءَ جو نالو ’الهاس نگر‘ رکيو ويو، پر جيئن ته هيءَ وسندي سنڌ مان لڏي آيل سنڌين آباد ڪئي هئي، ان ڪري هنن ان جو نالو سنڌو نگر رکيو. ان کي قائم رکڻ لاءِ هنن سرڪار کي ڪيترا ميمورينڊم ڏنا، احتجاج ڪيا، جن ۾ ڪيترا ليکڪ- موهن ڪلپنا سميت گرفتار ٿيا. ان باوجود هن وسنديءَ جو نالو الهاس نگر ئي رهيو، پر هتي جا رهندڙ سنڌي هن شهر کي سنڌ جي ياد ۾ سنڌو نگر ئي سڏين ٿا. اڄ هي علائقو هڪ وڏي شهر جي صورت اختيار ڪري ويو آهي. ورهاڱي وقت هتي 80 هزار جي لڳ ڀڳ سنڌي اچي آباد ٿيا هئا، اُهي خالي هٿين هئا، پر هنن محنتن ۽ ڪشالن سان پنهنجي معاشي حالت کي مضبوط ڪيو. ڪيترن ممبئيءَ ۾ نوڪريون ڪيون، ڪيترن گهريلو هنرن کي هٿي ڏني، صنعت جو روپ ڏنو ۽ اڳتي هلي هي شهر وڏو صنعتي مرڪز بنجي ويو، جتي اعليٰ معيار جو ڪپڙو، ڪاٺ جو بهترين فرنيچر، چمڙي جو عمدو سامان، پرنٽنگ پريسون ۽ ان سان لاڳاپيل سامان ۽ ٻيون مصنوعات هن شهر جي ترقيءَ ۽ واڌاري جون سبب بڻيون آهن.

هي شهر اهم ڪاروباري مرڪز هئڻ ڪري ’مني جپان‘ به سڏجڻ لڳو. واپاري هندن پنهنجي مصنوعات تي ’Made as USA‘ جا ليبل لڳايا، جنهنڪري مقامي ماڻهو هتي ٺهيل سامان کي آمريڪا جو سامان سمجهڻ لڳا. سڄيءَ دنيا ۾ مهيا ٿيندڙ جينز پينٽس جو 30 سيڪڙو هتان ويندو آهي. هتي جي آبادي 10 لکن جي لڳ ڀڳ آهي، جن مان اڪثريت سنڌين جي آهي. هي شهر ممبئيءَ ۽ پونا مک ريلوي لائين تي آهي. ان کانسواءِ پڪن روڊن رستي ڪيترن وڏن شهرن سان ڳنڍيل آهي. هن شهر ۾ ميونسپل ڪميٽي به آهي ۽ ان کي تعلقي جي حيثيت مليل آهي. هي شهر ڪپڙي جي صنعت جي ڪري سڄي هندستان ۾ مشهور آهي. هن شهر جي پهريون نمبر آبادي سنڌين جي آهي، باقي مرهٽا، گجراتي، مدراسي ۽ بنگالي برادريون رهن ٿيون.

سنڌو نگر/ الهاس نگر ڪاروباري مرڪز سان گڏ علمي، ادبي ۽ صحافتي مرڪز به آهي. هتان سنڌي ٽائيمس، سنڌو سنسار، روزاني هندو، هندواسي، ڀارت جيون، نيو سنسار سماچار، دنيا، ڪلياڻ سماچار، الهاس وڪاس، روزاني نگر واسي، چنگاري ۽ ٻيون سنڌي اخبارون ۽ رسالا شايع ٿين ٿا. سنڌو نگر ۾ سنڌين جا ڪيترا اسڪول، ڪاليج ۽ اسپتالون موجود آهن. هتان جي ڪاليجن ۾ چانديبائي منسکاڻي ڪاليج، آر. ڪي. تلريجا ڪاليج، ايس. ايس. ٽي ڪاليج آف آرٽس ۽ ڪامرس مشهور ڪاليج آهن.

سنڌ جا اڪثر اديب ۽ شاعر سنڌو نگر ۾ آباد آهن. جن مان ڪيترا پوءِ ڀارت جي مختلف شهرن ۾ وڃي آباد ٿيا. هتي جي اسڪولن ۾ جهولي لال پرائمري اسڪول، ڀارتيه هندي هاءِ اسڪول، بابا سائين اسڪول، سنڌ نيشنل هاءِ اسڪول، هري ڪرشنا، اين. سي. ٽي ڪانوينٽ اسڪول، بي. جي تلڪ هاءِ اسڪول، نيتا هاءِ اسڪول، سوامي شانتي پرڪاش اسڪول وغيره سنڌين جا قائم ڪيل آهن. هتي سنڌين ڪيترين سئنيمائون به قائم ڪيون، جن ۾ انيل سئنيما، اشوڪ سئنيما، سپنا سئنيما، شري رام سئنيما، وينس سئنيما وغيره شامل آهن. سنڌو نگر ۾ شهيد هيمون ڪالاڻي ۽ ٻيا چوڪ موجود آهن.

سنڌو نگر جي ڪيترن اسڪولن ۾ اڄ به سنڌي ميڊيم قائم آهي. هتي سنڌي ٻوليءَ جي ترقيءَ لاءِ اسڪولن ۽ ڪاليجن کانسواءِ ڪيترين ناٽڪ منڊلين، لائبررين، ٻين سنڌائون ۽ ڌرمشالائون موجود آهن.

هن شهر ۾ هيرو شيوڪاڻي، نند ڇڳاڻي (ايڊيٽر ڪونج)، ٽيڪچند مست، نارائڻ ڀارتي، جڳديش لڇاڻي، ديال آشا، جيوت گوگيا، لتا ٺهلياڻي ۽ ٻيا سنڌي اديب رهن ٿا. هتي جي سنڌو يوٿ سرڪل ۽ عزيز لائبريءَ ۾ سنڌين جا ادبي ميڙاڪا قائم ۽ دائم آهن.

## سنڌ ويلفيئر اينڊ ڪلچرل آرگنائيزيشن (سواڪو) دادو:

سنڌ ويلفيئر اينڊ ڪلچرل آرگنائيزيشن (سواڪو) جو بنياد 1979ع ۾ جام شوري ۾ وڌو ويو. تنظيم جا بنيادي ميمبر علي سرور پٽي، حاجي ڏٽي بخش مگسي، محمد جمن مگسي ۽ ’اظهر‘ سولنگي هئا. اهو وقت ضيا جي مارشل لا جو دور هو. هر طرف ڦاهيون ڦٽڪا ۽ ڦهري قيد خانا هئا. سياسي اڳواڻن ۽ ڪارڪنن کي ڪال ڪوٺڙين ۾ بند ڪري کين ٽارچر ڪيو ويندو هو. سياسي اڳواڻن ۽ ڪارڪنن جي زبانن جي تالابندي جاري هئي.

هن تنظيم جي سڄاڻ دوستن هن تنظيم جي پليٽفارم تان احتجاج جاري رکيو. ايم. آر. ڊي دوران سڪرنڊ، لاڪاڻ، موري، دادو، خيپور ناٿن شاهه ۾ ٿيل ظلمن خلاف اخبارن ذريعي آواز بلند ڪيو.

هن تنظيم ثقافتي، علمي ۽ ادبي سرگرمين ۾ حصو ورتو. دادو شهر جي مختلف محلن ۾ واٽر سپلاءِ جا نلڪا هٽايا ۽ ڪجهه ڳوٺن ڪي نلڪا وٺي ڏنا. ان ۾ محمد بخش پنهور چيئرمين تعلقه ڪاميٽي دادوءَ جو ڪين تعاون رهيو. ان سان گڏ غريب آباد اسڪول ۾ تعليم بالغان سينٽر قائم ڪيو ويو. ڳوٺ نبي بخش سولنگيءَ ۾ ’تعليم القرآن سينٽر‘ قائم ڪيو ويو. ان کان سواءِ هن تنظيم ڪيترائي سماجي مسئلا هٿ ۾ ڪنيا. هيءَ تنظيم رجسٽرڊ آهي. هن وقت ان جون سرگرميون محدود آهن.

**سنڌ ۽ سنڌين بابت** (Something About Sindh & Sindhis): هي ڪتاب ’سنڌ ۽ سنڌين بابت‘ انگريزيءَ ۾، هند جي مشهور ليکڪ صاحب بجاڻيءَ جو سوالن جوابن جي انداز ۾ لکيل آهي. ڪتاب هيٺين عنوانن ۾ ورهايل آهي: (1) تاريخ (History)، (2) جاگرافي (Geography)، (3) سڀيتا (Culture)، (4) ٻولي ۽ لپي (Language & Script)، (5) ادب (Literature)، (6) سياست (Politics)، (7) فلم ۽ اسٽيج (Film & Stage)، (8) شخصيتون (Personalities). ڪتاب ۾،




شاهه، سچل، سامي، اُڏيري لعل، ناميارن فنڪارن: ڪنور ڀڳت، ساڌو ٽي. ايل. واسواڻي، دادا جشن واسواڻيءَ کان سواءِ ماسٽر چندر، پروفيسر رام پنجواڻي، ڀڳونتي ناواڻي، شانتي هيرانند، راڻي ڪرنا، انيلا سندر، مشهور عوامي قصن: راءِ ڏياچ، ليلا چنيسر، مارئي، مومل راڻي، نوري ڄام تماچي، سهڻي ميهار، مورڙي ۽ مانگرمڇ، سنڌ جي شهيد هيمون ڪالاڻي، سياستدانن: ڄيٺي سپاهيملاڻي، چوئٿرام گدواڻي، نامور اديبن: ديوان ڪوڙيمل، مرزا قليچ بيگ، ڏيارام گدومل، ڀيرو مل مهرچند آڏواڻيءَ، ڄيٺمل پرسرام، لعلچند امرڏنومل، منگهارام ملڪاڻي، تيرٿ بسنت، پوپٽي هيرانندڻي، ڪيرت ٻاٻاڻي، گوبند مالهي، هوندراج دکايل، هري دلگير، اي. جي. اتم، موهن ڪلپنا وغيره بابت دلچسپ سوال جواب ڏنل آهن.

ڊيمي سائيز جي 82 صفحن تي مشتمل ڪتاب، انڊين انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجيءَ ڇپايو آهي، ڪتاب جا ٻه اکر، اداري جي ڊائريڪٽر ڊاڪٽر ستيش روهڙا لکيا آهن.

هن ڪتاب جو پهريون ڇاپو، 2000 ڪاپيون، 1997ع ۾ ڇپيو ۽ اُن جو ٻيو ڇاپو 1999ع ۾ پڻ 2000 ڪاپيون ڇپيو، جنهن جي قيمت 30 روپيا آهي.

**سنڌي ادب جو مقدمو** (ڪتاب): هي ڪتاب محقق بدر ڌامراهي جي تصنيف آهي، جيڪو هن سي. ايس. ايس، پي. سي. ايس ۽ مقابلي جي امتحانن لاءِ تيار ڪيو آهي. هي ڪتاب ستن بابن ۾ ورهايل آهي.




پهرئين باب ۾ سمن، سومرن، ڪلهوڙن، ٽالپرن ۽ انگريزن جي دور کان وٺي موجوده دور تائين جي ادبي تاريخ ڏني وئي آهي. ٻئي باب ۾ لطيفيات عنوان بابت شاهه لطيف جي شعر ۾ اخلاقي ۽ روحاني درس، فني ۽ ادبي خوبين، شاهه جي پيشرو ۽ همعصر شاعرن جي شاعريءَ جو تقابلي جائزو ورتو ويو آهي. باب ٽئين جو عنوان قصا، ڪهاڻيون ۽ ناول آهي، جنهن ۾ سنڌي قصن، داستانن، ناولن، مضمونن، ڪهاڻين، ڊرامن، تنقيد، سوانح عمري وغيره جي اوسر، ارتقا، قسمن جو تفصيل ڏنو ويو آهي. هن باب ۾ لوڪ ادب جي صنفن جو به مختصر ذڪر ڪيو ويو آهي. باب چوٿون لسانيات بابت آهي، جنهن ۾ سنڌي زبان جي اصل نسل، لهجن ۽ نظرين بابت تفصيل موجود آهي. باب پنجين ۾ شاعريءَ جي لوڪ، ڪلاسيڪي، روايتي ۽ جديد صنفن جون وصفون ۽ تفصيل ڏنل آهن. باب ڇهين ۾ لطيفيات، تنقيد، ناولن، قصن، ڪهاڻين، آتم ڪهاڻين، مضمونن ۽ لوڪ ادب جي مکيه ڪتابن جو جائزو ڏنو ويو آهي. باب ستين ۾ شاعرن، ڊرامانگارن، ڪهاڻيڪارن جي سوانح عمرين ۽ علمي خدمتن جو ذڪر آهي. ڊيمي سائيز جي 574 صفحن تي مشتمل هي ڪتاب رهبر اڪيڊمي لاڙڪاڻي، سال 2005ع ۾ ڇپايو آهي، جنهن جي قيمت 200 روپيا ڄاڻايل آهي.

**سنڌي ادب جي تاريخ جو جديد مطالعو** (ڪتاب): هي ڪتاب، نوجوان اديب مختيار ملاح جي تصنيف آهي، جنهن ۾ قديم دور کان وٺي اڄ تائين سنڌي ادب جو اڀياس پيش ڪيو ويو آهي. هي




ڪتاب پي. سي. ايس، سي. ايس. ايس ۽ ايم. اي سنڌيءَ جي شاگردن لاءِ نهايت لاڀائتو آهي. هن ڪتاب جو انتساب ليکڪ انهن محققن، دانشورن ۽ نقادن کي ارپيو آهي، جن پنهنجي سموري ڄمار سنڌي ٻولي ۽ ادب لاءِ ارپي ڇڏي ۽ پنهنجي خداداد صلاحيتن سان سنڌي ادب جي مڙني صنفن تي الڳ ۽ مجموعي تاريخون لکيون. هن ڪتاب تي ابتدا ۾ ڊاڪٽر نواز علي شوق، مهتاب اڪبر راشدي ۽ ناگپال جا تاثرات ڏنا ويا آهن. ڪتاب جو مهاڳ خود ليکڪ لکيو آهي. ڪتاب ۾ ادب، ادب جي تاريخ، سماجي ڪارج، ادب ۽ تاريخ جي لاڳاپي بيان ڪرڻ کانپوءِ راءِ دور کان وٺي برهمڻ دور،

عرب دور، سومرا دور، سما دور، ارغون دور، ترخان دور، مغل دور، ڪلهوڙا دور، ٽالپر دور، انگريز دور کان وٺي موجوده دور تائين سنڌي ٻوليءَ ۽ ادب جي تاريخي ۽ سماجي پسمنظر، سنڌي ٻوليءَ جي تشڪيل کان وٺي سنڌي نثر ۽ شاعريءَ جي صنفن، هر دور جي شاعرن، ليکڪن، ڪتابن، شاعريءَ جي قسمن، لوڪ شاعري، اساسي ۽ ڪلاسيڪي شاعري، روايتي شاعري، جديد شاعري، هر دور جي اهم شاعرن، نثر جي صنفن- ڪهاڻي، ناول، ڊرامي، سفرنامن، تحقيق، تنقيد، لطيفيات، لوڪ ادب وغيره ۽ انهن موضوعن تي لکندڙ اهم شخصيتن تي تفصيلي روشني وڌي آهي. هي ڪتاب، هن وقت تائين سنڌي ادب جي لکيل تاريخن ۾ منفرد حيثيت رکي ٿو ۽ سنڌي ادب جي شاگردن جي ذهني اُج اجهائڻ ۾ ڪارائتو ڪردار ادا ڪري سگهي ٿو.

ڊيمي سائيز جي 976 صفحن تي مشتمل هي ڪتاب، ڪانياواڙ اسٽورز، اردو بازار، ڪراچيءَ طرفان پبلشر حاجي عبدالغفار ميمڻ، 2006ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو. هن ڪتاب جي قيمت 500 روپيا آهي.

**سنڌي اڪيڊمي، دهلي:** سنڌي اڪيڊمي دهلي، سنڌي ٻوليءَ، ادب جي واڌاري، ان جي تشهير ۽ تدريس جي ڪم ڪرڻ سميت ثقافت جي ترقي ۽ نمائندگيءَ لاءِ سرگرميون ڪري ٿي. هن اڪيڊميءَ پاران سنڌي ٻوليءَ جي نصابي ۽ غير نصابي توڙي ڪمپيوٽر جي تعليم تي پڻ ڪم ڪيو وڃي ٿو. سنڌي اڪيڊميءَ جو بنياد 1994ع ۾ دهليءَ جي مڪاني حڪومت (هاٽوڪي اين. سي. ٽي گورنمينٽ آف دهلي) وڌو. اڪيڊمي هڪ خودمختيار گورننگ باڊيءَ تي مشتمل آهي، جيڪا اين. سي. ٽي گورنمينٽ آف دهليءَ جي ماتحت دهليءَ جي ميئر جي نگرانيءَ ۾ پنهنجيون سرگرميون سنڌي ادب ۽ ڪلچر بشمول: موسيقي، لوڪ موسيقي، افسانوي، شاعري، ناول، ادبي تنقيد، ڊرامي بابت سيمينار، ويهڪون ۽ ڪتابن جي ڇپائي، تعليمي ادارن جو قيام ڪرائي انهن ۾ سنڌي پڙهائڻ، سيکارڻ جهڙا ڪم سرانجام ڏئي ٿي. مٿين سرگرمين جي عيوض سنڌي اڪيڊمي هندستان توڙي بين الاقوامي سطح تي سنڌي ٻولي، ادب ۽ ثقافت جي ترقيءَ جي حوالي سان ناماچاري رکي ٿي.




اڪيڊميءَ جي چيئرپرسن جو عهدو دهليءَ جي ميئر (جنهن جي حيثيت چيف منسٽر جيتري هوندي آهي) وٽ هوندو آهي. اڪيڊميءَ جي چيئرمئن پاران ادبي شخصيتن، ليکڪن، شاعرن، صحافين ۽ ثقافتي سرگرمين ۾ مشهور سماجي اڳواڻن مان ٻن سالن لاءِ 20 ميمبر چونڊيا ويندا آهن، جن تي مشتمل گورننگ باڊي اڪيڊميءَ جو سمورو ڪاروهنوار هلائڻ سميت اڪيڊميءَ جي ايندڙ منصوبن جي تيار ڪرڻ، هلائڻ جي ذميوار هوندي آهي. هن وقت اڪيڊميءَ جي چيئرپرسن شيلا ڊڪشت آهي. ان کان سواءِ هر هڪ شعبي ۽ ڪم لاءِ ننڍيون سب ڪميٽيون تشڪيل ڏنيون وڃن ٿيون، جن تي اڪيڊميءَ جي دائريڪار ۾ ايندڙ سرگرمين جي سرانجاميءَ جي ذميواري هوندي آهي.

سنڌي اڪيڊميءَ پاران سنڌي ٻولي ۽ ادب بابت مختلف وقتن تي ڪيترائي سيمينار، ڪانفرنسون، ورڪشاپ، ڪوي ميلا ۽ ثقافتي ميلا منعقد ڪري ملهايا ويا آهن. اسڪولي توڙي ڪاليجي شاگردن ۾ سنڌي ٻوليءَ ۾ تقريري تحريري مقابلا، نوجوانن ۾ سنڌيت جو پرچار ڪرڻ، نوجوان شاعرن ۽ ليکڪن کي ٻولي ۽ ثقافت جي ترقيءَ ۾ ڪردار ادا ڪرڻ لاءِ اڪيڊمي پاڻ سان سلهاڙي ٿي.

اڪيڊميءَ جي بنيادي سرگرمين ۾ هيٺان ڪم شامل آهن:

- ثقافتي پروگرام ڪرائڻ، جن ۾ ادبي مقصد ڪارفرما هجن.
- سنڌي ادب متعلق سيمينار، ليڪچر ۽ مواد جي ڇپائي ڪرڻ.
- سنڌي ٻوليءَ ۾ تعليم ڏيڻ ۽ ثقافتي ترقيءَ لاءِ ڪانفرنسون، ورڪشاپ، سيمينار منعقد ڪرڻ.
- اسڪولي شاگردن لاءِ غير نصابي سرگرميون تشڪيل ڏيڻ، انهن ۾ پنهنجي سنڌي ٻوليءَ ڏانهن رغبت پيدا ڪرڻ.
- سنڌي اديبن، عالمن، ليکڪن، فنڪارن، سماجي ڪارڪنن جا انٽرويو ڪرڻ، فوٽو لائبرريون ۽ ڊاڪيومينٽريون ٺاهڻ وغيره.
- سنڌيءَ ۾ ڊراما، ميلا، ڊرامن بابت ورڪشاپ، فلمي ميلا، لوڪ ميلا وغيره منعقد ڪرائڻ.
- سنڌيءَ ۾ ٽه ماهي مئگزين جاري ڪرڻ سميت نيوزليٽر، ٻارن لاءِ ماهوار مئگزين جاري ڪرڻ.
- سينٽرل ساهتيه اڪيڊمي انڊيا پاران انعام يافته سنڌي زبان ۾ لکيل ڪتابن تي اوارڊ ڏيڻ، لوڪ ادب کي محفوظ ڪرڻ لاءِ ڪوششون وٺڻ.
- ڪتابي ميلا لڳرائڻ، مختلف ڪتابي ميلن ۾ سنڌيءَ ۾ ڇپيل ڪتابن جا اسٽال لڳائڻ.

سنڌي ٻوليءَ جي ترقيءَ ۽ واڌاري لاءِ هر سطح تي ڪم ڪرڻ، مثال طور: سنڌي سکيا جا ڪلاس هلائڻ، سنڌي پنچائتن جي سهڪار سان انڊيا، خاص طور دهليءَ ۾ سنڌي ٻوليءَ جي فلاح لاءِ ڪم ڪرڻ، پئنچائت گهرن ۽ جهولي لال مندرن ۾ سنڌي ٻوليءَ جي سکيا لاءِ ڪلاس هلائڻ جهڙا ڪم سنڌي اڪيڊميءَ جي ڪمن جي دائريڪار ۾ اچن ٿا.

سنڌي اڪيڊمي ڀارت جو هڪ منفرد فلاحي ادارو آهي، جيڪو هر سطح تي سنڌي فڪر جي ترجماني ڪندي ان جي واڌاري لاءِ سرگردان رهي ٿو اڪيڊميءَ ۾ هيٺين اسڪيمن تحت پڻ مختلف رخن کان خدمتون سرانجام ڏنيون پيون وڃن.

**پيرسنن لاءِ اسڪيم:** هن اسڪيم تحت عمر رسيده شخص ڪان سنڌيءَ جي تعليم لاءِ خدمتون حاصل ڪيون وڃن ٿيون. جنهن سان انهن جي مالي معاونت ۽ سنڌي ٻوليءَ جي سکيا جهڙا ٻه مقصد حاصل ڪيا وڃن ٿا. هند ۾ رهندڙ عمر رسيده شخص سنڌي ثقافت ۽ ٻوليءَ جي رسم الخط بابت وڏي پروڙ رکن ٿا. هن اسڪيم تحت ان قابليت ۽ موقعي کي درست استعمال ڪيو وڃي ٿو.

**نوجوانن لاءِ اسڪيم:** سنڌي ٻولي، ادب، ثقافت ڪي نوجوانن، نئين ٽهيءَ ۾ اجاگر ڪرڻ لاءِ سيمينار، ورڪشاپ، تعليمي پروگرام ڪرائڻ ته جيئن اهي سنڌي سماج جي قدرن ڪان واقفيت حاصل ڪري سگهن ۽ انهن ۾ پنهنجي ورثي سان محبت پيدا ٿي.

سماج جي لاچار طبقي لاءِ اسڪيم: اڪيڊميءَ پاران سهائتا پروگرام منعقد ڪري انهن مان حاصل ٿيندڙ رقم معاونت طور ضرورتمند طبقي سان تعلق رکندڙ ماڻهن، فنڪارن، ليکڪن ۽ شاگردن کي ڏني وڃي ٿي. ان ڪانسواءِ اڪيڊميءَ پاران ڪمپيوٽر سکيا اسڪيم، انڊيا سطح تي بين الصوبائي ثقافتي پروگرام ڪرائي، سنڌي ڪلچر کي هٿي وٺرائڻ، بين الاقوامي تدريسي سيمينار، ٽي. وي ۽ ريڊيو تي سنڌيءَ ۾ پروگرام هلرائڻ وغيره جهڙيون اسڪيمون پڻ جوڙيل آهن، جن تحت نتيجه خيز ڪم ڪيو پيو وڃي.

اڪيڊميءَ پاران هن وقت تائين هيٺيان ڪتاب پڻ شايع ڪرايا ويا آهن: شاهه جو رسالو سچل سرمست جو ڪلام، ساميءَ جا سلوڪ، رتن مالا (حصو پهريون: ليکڪ ڏيپچند ٻيلاڻي، گوردن پارتي)، رتن مالا (حصو ٻيو)، ڀارت ۾ سنڌي تعليم جو هڪ جائزو، ڊاڪٽر ڪاهيا لال ليکواڻي، ساهه سيباٽا سپرين (وينا شرنگي).

هيٺيان ڪتاب ديوناگري لپيءَ ۾ ڇپيل آهن: ٻاراڻيون ٻوليون (اين. آر. ملڪاڻي)، ستارا (ڏيپچند ٻيلاڻي)، ايڪتا جو آواز (امر اڏيرو لعل ۽ ليکراج هنس)، ٻارن جا لوڪ گيت (هوندراج ٻلواڻي)، ٻارن جون لوڪ رانديون (هوندراج ٻلواڻي)، پروليون (هري دلگير)، ڇيخ (هرو مل سدارنگاڻي)، ست ڏينهن (ڪرشن کٽواڻي)، ابو (هري موٽواڻي)، ڌرتيءَ جو درد (ارجن حاسد)، منهنجي حياتيءَ جا سونا روپا ورق (پوپٽي هيرانندڻي)، باهه جا وارث (ايم. ڪمل)، پل پل جو پڙلاءُ (هٿيوڪي)، موکو (ارجن حاسد).

سنڌي- عربي، سنڌي- ديوناگري لپيءَ ۾ ڇپيل ڪتاب: ورهاڱو (موتي لعل جوتواڻي: ايڊيٽر)، سنڌو ندي (موتي لعل جوتواڻي: ايڊيٽر)، اڇوت سنڌي سکون (پرسو گدواڻي، جي. پي. واسواڻي)، پراڻما، مڌيامه (موتي لعل جوتواڻي ۽ پرسو گدواڻي)، سنڌي ڀاشا (مرليڌر جيٽلي)، Self Sindh Instructor (آنندرام ٽي. شاهاڻي) وغيره آهن.

اڪيڊميءَ پاران سنڌي ڪلچر ۽ زبان متعلق انگريزيءَ ۾ هيٺيان ڪتاب ڇپيل آهن:

(1) The Sindh Story (ڪي. آر. ملڪاڻي)

(2) Sindhi Culture (ڊاڪٽر يو. ٽي. ٺڪر)

(3) Gandhiji on Sindh and the Sindhies (ڊاڪٽر موتي لعل جوتواڻي: سهيڙيل)

اڪيڊميءَ جو سمورو ڪاروهنوار هلائڻ لاءِ هڪ نوڊل (Nodel) آفيسر مقرر هوندو آهي. اڪيڊميءَ جي ساليانی بجيٽ ۾ طئي شده منصوبن لاءِ چوٽيتاليهه لک، ٽيچنگ اسڪيم لاءِ ٽي لک ۽ باقي ٻين سرگرمين لاءِ 30 لک يعني مجموعي طور 77 لکن جي بجيٽ مختص هوندي آهي.

هيءَ اڪيڊمي سنڌي ادب، ثقافت ۽ ٻوليءَ جي واڌاري سان سنڌيت جو پرچار ڪري ٿي. بين الاقوامي طور تي مختلف مڪتبه فڪر سان لاڳاپيل سنڌين جي وچ ۾ باهمي ڳانڍاپي جو پڻ هڪ وڏو ذريعو آهي.

**سنڌي ائسوسيئيشن شانتي نگر:** سنڌي ائسوسيئيشن شانتي نگر هندستان جي شهر بئنگلور ۾ رهائش پذير سنڌين جي هڪ تنظيم آهي. ورهاڱي وقت سنڌ مان لڏيندڙ سنڌين هندستان جي مختلف هنڌن تي رهائش اختيار ڪئي. بئنگلور ۾ پڻ 30,000 ڪان مٿي سنڌي پهتا، جن ڪي شهر ۾ ترسايو ويو، جن انهيءَ وسندي جو نالو 'شانتي نگر' رکيو. هن تنظيم جو بنياد چوٽيهه سال اڳ رکيو ويو هو. شروع ۾ هن تنظيم جا ڪل ميمبر 350 هئا، جيڪي هن وقت هزارن ۾ آهن.

تنظيم جي بنيادي مقصدن ۾ رهائش پذير سنڌين وچ ۾ ڀائيچاري ۽ خدمت جو جذبو پيدا ڪري، هڪ ٻئي جي وچ ۾ سهڪار کي وڌائڻ هو. جيئن هڪ ٻئي جي خوشين توڙي غمين ۾ شريڪ ٿي سگهجي. سنڌي ايسوسيئيشن شانتي نگر، سنڌي فيڊريشن آف سائوٿ انڊيا ۾ ميمبر اداري طور شامل آهي. هن جا ٽي اهم اڳواڻ ايم. ايم پاٽيا، ٻهاري لعل ايچ ميندا، لعلچند ناگپال، سنڌي سائوٿ انڊيا پاران ملندڙ سنڌيت جو وڏو اوارڊ 'سنڌو رتن اوارڊ' کڻي چڪا آهن.

سنڌي ائسوسيئيشن هر ٻن سالن لاءِ مختلف رٿائون تيار ڪندي آهي. خاص طور ائسوسيئيشن جي نگهداشت ۾ نفسياتي مريضن لاءِ اسپتال، ٽي. بيءَ جي مريضن لاءِ مفت علاج جون ڪئمپون، اولڊ ايج هومز، وغيره قائم آهن. هر سال ڏياريءَ جي موقعي تي ضرورتمند خاندانن ۾ هنڌ بسترا توڙي نقد رقمون ائسوسيئيشن پاران ڏنيون وڃن ٿيون.

مذهبي ڏڻ ۽ ثقافتي ميلا به ائسوسيئيشن پاران منعقد ٿيندا رهن ٿا. خاص طور 'جهولي لال' جي 'لال لوئي' ۽ 'هولي'، هر سال 13 جنوريءَ جي ڏينهن ملهائبيون آهن. انهن موقعن تي 1500 ڪان مٿي ماڻهن جي شرڪت ٿئي ٿي، جن جي رهڻ، ڪاڌي پيتي جو انتظام ڪيو وڃي ٿو.

ائسوسيئيشن جي ميمبرن لاءِ هر سال پڪنڪ جو پروگرام ترتيب ڏنو ويندو آهي، جنهن ۾ سڀئي ميمبر پنهنجي گهرڀاتين سميت شريڪ ٿين ٿا ۽ هڪٻئي سان گڏجي وقت گذارين ٿا.

ائسوسيئيشن جو انتظام هلائڻ لاءِ ارڙهن ميمبرن تي مشتمل مئنيجنگ ڪميٽي چونڊي ويجي ٿي. هر سال جنرل باڊيءَ جي گڏجاڻيءَ ۾ ائسوسيئيشن جا صدر، سيڪريٽري، جوائنٽ سيڪريٽري، فنانس سيڪريٽري ۽ ڏهه ميمبر مئنيجنگ ڪميٽيءَ لاءِ چونڊيا وڃن ٿا.

ائسوسيئيشن جي هر اڳوڻي صدر کي مئنيجنگ ڪميٽيءَ جي ميمبرشپ ڏني ويجي ٿي. مئنيجنگ ڪميٽي، ائسوسيئيشن جو اعلىٰ ادارو آهي، جنهن ۾ هر معاملي کي اکلايو ويجي ٿو. مئنيجنگ ڪميٽيءَ پاران مختلف ڪمن جي سرانجاميءَ لاءِ ننڍيون ڪميٽيون تشڪيل ڏنيون وڃن ٿيون، جن جا چيئرمين لازمي طور مئنيجنگ ڪميٽيءَ جي ميمبرن مان ئي مقرر ڪيا وڃن ٿا.

موجوده وقت ۾ ائسوسيئيشن جا هيٺيان عهديدار ۽ مئنيجنگ ڪميٽي جا ميمبر مقرر آهن:

نارائڻ ناگپال (صدر)، اشوڪ ڪمار نارنگ (وائيس چيئرمين)، ڪشن ڪشور ڀاٽيجا (سيڪريٽري)، موتيلال آهوجا (جوائنٽ سيڪريٽري)، موهن لال رهيجا (فنانس سيڪريٽري).

مئنيجنگ ڪميٽي جا ميمبر: امر لعل جئسنگهه، آسانند رهيجا، بهاري لال مينڊا، چندر ارجنداس، ڪمار ڊي بجاج، پتامبر لال نارنگ، پرڪاش، رميش اسراڻي، راجن ڀاٽيجا، رامچند آسودومل، رميش اسراڻي، سريچند ايم چاهڙيا، مدن دولترام، ساڌو رام، رنڇوڙ گوالاڻي.

ائسوسيئيشن جا هن وقت تائين 21 صدر ۽ 14 سيڪريٽري رهي چڪا آهن. سنڌي ائسوسيئيشن، شانتي نگر جي 1993ع ۾ سلور جوبلي ملهائي وئي، جنهن ۾ هندستان جي ڪيترن ئي شهرن مان سنڌيت جو فڪر اجاگر ڪندڙ سماجي اڳواڻ، اديبن ۽ عالمن کي گهرايو ويو. سنڌي ائسوسيئيشن سماجي ڪمن توڙي سنڌيت جي فڪر جي تشهير لاءِ نهايت سرگرم رهي ٿي.

**سنڌي ٻوليءَ بابت مقالا ۽ مضمون (ڪتاب):** سنڌي ٻوليءَ بابت مضمونن ۽ مقالن تي مشتمل جلد پهريون آهي، جيڪو ڊاڪٽر انور فگار هڪڙي مرتب ڪيو آهي. ڪتاب جو انتساب هن نامور شاعر تنوير عباسيءَ جي نالي ڪيو آهي. ڪتاب جي ابتدا ۾ ’ناشر نوٽ‘ سنڌي لئنگئيج اٿارٽيءَ جي اڳوڻي چيئرمئن عبدالقادر جوڻيجي لکيو آهي. ڪتاب جو ’پيش لفظ‘ ۽ ’مهاڳ‘ مرتب ڊاڪٽر انور فگار هڪڙي لکيا آهن. هي ڪتاب ٻن ڀاڱن ۾ ورهايل آهي، پهرئين ڀاڱي ۾: (i) ٻولي ۽ تهذيب؛ (ii) نئين سنڌي ڊڪشنري ۽ اعرابون، (iii) سنڌي ۽ سنڌي لغت، (iv) سنڌي ٻوليءَ جي واڌاري ۾ اڙڪون، (v) سنسڪرت ۽ ديوناگريءَ بابت ويچار، (vi) سنڌيءَ جي ڏکدائڪ حالت سڌارڻ لاءِ رٿ- عنوانن وارا، سنڌي ٻوليءَ جي عالم ڀيرو مل مهرچند آڏواڻيءَ جا مقالا شامل آهن. ٻئي ڀاڱي ۾ محمد صديق ميمڻ، حڪيم فتح محمد سيوهاڻي، پروفيسر اين. آر. ملڪاڻي، ڊاڪٽر ليلارام ڦيرواڻي، گلراج ايم. خوشحالاڻي، ڪيمچند هيراڻي، ڏيارام وسڻ مل ميرچنداڻي، ڀهلاج راءِ ليلارام واسواڻي، آسارام مامتورا، پروفيسر ڀوڄراج ناگراڻي، پروفيسر منگهارام ملڪاڻي ۽ منوهرداس ڪوڙي مل جا مقالا: (1) سنڌي ٻوليءَ جي عربي سنڌي صورتخطي، (2) ٻوليءَ جي سلوٽيت، (3) ٻوليءَ جو ماضي، حال ۽ مستقبل، (4) ٻوليءَ جي خصوصيتون، (5) ٻوليءَ جي ترقي ۽ ان ۾ پيش ايندڙ رنڊڪون شامل آهن.

ڪتاب جي آخر ۾ سنڌي ٻوليءَ بابت ڪشنچند بيوس جي ’سنڌي سميلن‘ ڪراچي (1941ع) ۾ ڪيل تقرير شامل آهي.

ڊيمي سائيز جي ڪچي جلد سان 234 صفحن تي مشتمل هن ڪتاب جي قيمت 120 روپيا آهي. هي ڪتاب سنڌي لئنگئيج اٿارٽي، حيدرآباد 2007ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو.

**سنڌي ٻوليءَ بابت مقالا ۽ مضمون (جلد ٻيو: ڪتاب):** هي ڪتاب سنڌي ٻوليءَ بابت مضمونن ۽ مقالن تي مشتمل آهي، جنهن جو مرتب خان محمد جروار آهي. ڪتاب جو ’ناشر نوٽ‘ عبدالقادر جوڻيجي، چيئرمئن سنڌي لئنگئيج اٿارٽيءَ جو لکيل آهي. ڪتاب ۾: (1) سنڌي ٻوليءَ ۽ ان جي بقا، (2) سنڌ ۽ سنڌي زبان، (3) ٻوليءَ جو سنڌءَ ۽ ڦهلاءُ، (4) سامي زبانون، (5) سنڌي حرفن جي صورتخطي، (6) ٻوليءَ جي ابتدا ۽ اوسر، (7) سنڌي ۽ براهوئي زبانن جو تقابلي جائزو، (8) زبان ۽ ثقافت، (9) ٻوليءَ جون خاصيتون، (10) سنڌي زبان ۾ سرائڪي پهاڪا، (11) سمن جي دور جي سرڪاري ٻولي، (12) ٻوليءَ ۾ لفظي ترتيب جا مسئلا، (13) انگريزن جي دور ۾ عربي سنڌي لکاوٽ مقالا شامل آهن، جيڪي علامه آءِ آءِ قاضي، مولانا دين محمد وفائي، شيخ محمد اسماعيل، محمد ابراهيم جويو، پروفيسر واءِ ايس. طاهر علي، الهداد ٻوهيو، غلام مصطفيٰ قاسمي، ڊاڪٽر غلام علي الانا، ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ، عزيز الله عزيز بروهي، ڊاڪٽر مرليڌر جيٽلي، سليم ميمڻ، محبت ٻرڙي، ڊاڪٽر هدايت پريم، محمد عمر چنڊ ۽ غلام محمد لاکي جا لکيل آهن.




ڊيمي سائيز جي ڪچي جلد سان، 552 صفحن تي مشتمل، هن ڪتاب جي قيمت 250 روپيا آهي. هي ڪتاب سنڌي لئنگئيج اٿارٽي، حيدرآباد 2007ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو.

**سنڌي ٻوليءَ بابت مقالا ۽ مضمون (جلد ٽيون: ڪتاب):** هي ڪتاب سنڌي ٻوليءَ بابت ڊاڪٽر الهداد ٻوهيي جي مقالن ۽ مضمونن تي مشتمل آهي، جنهن کي نوجوان اديب آزاد انور ڪانڍڙي مرتب ڪيو

آهي. ڪتاب جي ابتدا ۾ 'ناشر نوٽ' اٿارٽيءَ جي اڳوڻي چيئرمئن عبدالقادر جوڻيجي جو لکيل آهي. ڪتاب جو مهاڳ مرتب لکيو آهي. ڪتاب ۾ ليکڪ ڊاڪٽر الهداد ٻوهئي جا: (1) اسان جي اڻ ڳالهايل زبان، (2) ٻوليءَ ۽ آواز، (3) ٻولي ۽ ٻار، (4) ٻولي ۽ ڪلچر، (5) ٻوليءَ جو ٻئٽو سرشتو، (6) سماجياتي لسانيات، (7) لسانيات ۽ جديد نظريا، (8) سنڌي ٻوليءَ جو سماجي ڪردار- عنوانن وارا مقالا ۽ مضمون شامل آهن.




ڊيمي سائيز جي ڪچي جلد سان، 142 صفحن تي مشتمل، هن ڪتاب جي قيمت 150 روپيا آهي. هي ڪتاب سنڌي لئنگئيج اٿارٽي، حيدرآباد 2008ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو آهي.

**سنڌي ٻوليءَ بابت مقالا ۽ مضمون** (جلد چوٿون: ڪتاب): هي ڪتاب سنڌي ٻوليءَ متعلق مضمونن ۽ مقالن تي مشتمل آهي، جيڪو خان محمد جروار مرتب ڪيو آهي. ڪتاب جي ابتدا ۾ 'ناشر نوٽ' اٿارٽيءَ جي چيئرپرسن ڊاڪٽر فهميده حسين لکيو آهي. ڪتاب تي 'ٻه اکر' مرتب جا لکيل آهن. ڪتاب ۾: (1) سنڌي ٻولي، (2) تعليمي ٻولي، (3) سنڌي ليٿوگراف، (4) رسم الخط ۽ اسلوب بيان، (5) سنڌي ٻوليءَ جي مختصر تاريخ، (6) رسم الخط جي تاريخ، (7) سنڌي ٻوليءَ ۽ دراوڙي لفظ، (8) يوناني ۽ سنڌي ٻوليءَ جو سٻنڌ، (9) لساني وحدت جو نظريو، (10) سنڌيءَ تي عربي اثر (11) سنڌي لکيت تي ٿيل تحقيق، (12) سنڌي ٻوليءَ جي علمي حيثيت ۽ سنڌو ماٿر جي قديم ٻولي- عنوانن وارا مضمون شامل آهن. جيڪي ڊاڪٽر عمر بن محمد دائودپوٽي، عثمان علي انصاري، غلام محمد گرامي، ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ، سراج الحق، پروفيسر وائي. ايس. طاهر علي، ميمڻ عبدالمجيد سنڌي، ليلي رچنداڻي، علامه ڪربلائي، ڊاڪٽر مدد علي قادري، هدايت پريم، ڊاڪٽر ممتاز پٺاڻ ۽ ڊاڪٽر حيدر سنڌيءَ لکيا آهن.




ڊيمي سائيز جي ڪچي جلد سان، 294 صفحن تي مشتمل، هن ڪتاب جي قيمت 200 روپيا آهي.

هي ڪتاب سنڌي لئنگئيج اٿارٽي، حيدرآباد 2009ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو آهي.

**سنڌي ٻوليءَ جو اڀياس** (ڪتاب): هي ڪتاب نامور لسانياتي ماهر پروفيسر ڊاڪٽر غلام علي الانا جي تصنيف آهي. هي ڪتاب سنڌي ٻوليءَ جي اصل نسل ۽ بڻ بنياد بابت تحقيق جي سلسلي جو اهم ڪتاب آهي، جنهن ۾ لائق مصنف وڏي محنت ۽ تحقيق سان سنڌي ٻولي، سنڌي لسانيات ۽ سنڌي صرف نحو جهڙن عنوانن تي علم اللسان جي روشنيءَ ۾ تجزيو ڪيو آهي. هن ڪتاب جا ٻه ڇاپا پڌرا ٿيا آهن ۽ ٻنهي ڇاپن جا مهاڳ ڊاڪٽر غلام علي الانا جا پنهنجا لکيل آهن. ڪتاب جو انتساب ڊاڪٽر غلام علي الانا پنهنجي محسن ۽ مهربان استاد علامه غلام مصطفيٰ قاسميءَ جي نالي ڪيو آهي.




ڪتاب يارهن بابن ۾ ورهايل آهي:

باب پهريون: لسانيات: تعارف، مقصد ۽ اهميت، باب ٻيو: علم صرف ۽ سنڌي ٻولي، علم نحو ۽ سنڌي ٻولي، سنڌي/ ادغام، شاهه لطيف جي ڪلام ۾ نحوي بناوتون، علم اللسان ۽ سچل جو ڪلام، باب ٽيون: سنڌي ٻوليءَ جو مزاج، سنڌي ڪهاڻيءَ ۾ ٻوليءَ جا تجربا ۽ اُبتي ٻولي، باب چوٿون: سنڌي صورتخطيءَ جا مسئلا، باب پنجون: سنڌي ٻوليءَ جون موجوده مقام، اُن جو مستقبل ۽ ان جي ترقيءَ لاءِ تجويزون، باب ڇهون: سنڌي ٻوليءَ جو موجوده مقام، اُن جو مستقبل ۽ اُن جي ترقيءَ لاءِ تجويزون، باب ستون: رسم الخط جي ابتدا، اوسر ۽ قديم سنڌ جو رسم الخط، باب اٺون: سنڌي لپي/ رسم الخط جي قدامت ۽ ان جا اهڃاڻ- لوهاڻڪو، اردناگري ۽ ٻنيور وارو رسم الخط، باب نائون: سنڌي ٻوليءَ ۽ تهذيب تي ٻين ٻولين ۽ تهذيبن جو اثر، باب ڏهون: عربي ٻوليءَ ۾ سنڌي ٻوليءَ جا لفظ، باب يارهون: دنيا جي ٻولين جا مکيه ۽ مشهور خاندان.

**سنڌي ٻوليءَ جو بڻ بنياد** (ڪتاب): هي ڪتاب مشهور لسانياتي ماهر ۽ اسڪالر ڊاڪٽر غلام علي الانا جي تحقيق تي مشتمل آهي. جنهن ۾ هن سنڌي ٻوليءَ جي بڻ بنياد بابت تحقيق ۽ ڇنڊڇاڻ ڪئي آهي.




ٻن ڀاڱن تي مشتمل هن ڪتاب جي پهرئين ڀاڱي ۾ الانا صاحب هيٺين موضوعن تي لکيو آهي: (1) سنڌي ٻولي سنسڪرت جي شاخ نه آهي، (2) سنڌو تهذيب، آرين جي اچڻ کان اڳ واري تهذيب آهي، (3) سنڌو تهذيب جي ثقافت ۽ ٻوليءَ ۾ تسلسل ۽ تواتر، (4) سنڌو تهذيب آرين جي اچڻ کان اڳ به ترقي يافته تهذيب هئي، (5) هڪ ئي خاندان وارين ٻولين واري راءِ تي ٽيڪا ٽپڻي، (6) ٻولين جي هڪجهڙائي سمجهڻ جا اصول، (7) سنڌي ۽ سنسڪرت ۾ هڪجهڙايون، (8) برصغير جي ڪا به ٻولي سنسڪرت مان ڦٽي نڪتل ناهي وغيره.

هن ڪتاب جي ٻئي ڀاڱي ۾ الانا صاحب، آرين جي اچڻ کان اڳ سنڌو ماٿر ۾ رائج قديم ٻوليءَ جا اهڃاڻ بيان ڪيا آهن. ان کان سواءِ سنڌي لوڪن جي اصل نسل ۽ سنڌو ديس جي رهواسين بابت تحقيقي جاچ پيش ڪئي آهي. ان سان گڏ سنڌي ۽ دراوڙي ٻولين ۾ هڪجهڙائيءَ جو جائزو ۽ ساڳي صوتياتي، صرفيائي ۽ نحوي سٽاءَ جي ڀيٽ پڻ بيان ڪيل آهي.

هن ڪتاب جو پهريون ڇاپو 1974ع ۾ انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجيءَ ڇاپيو هو. ان بعد وڌايل ۽ سڌاريل نئون ڇاپو سنڌيڪا اڪيڊمي ڪراچي، 2004ع ۾ ڇاپيو آهي.

**سنڌي ٻوليءَ جي لساني جاگرافي** (ڪتاب): سنڌي ٻوليءَ جي جاگرافيائي حدن بابت هي تحقيقي ڪتاب مشهور اسڪالر ڊاڪٽر غلام علي الانا جو لکيل آهي. جنهن ۾ هن سنڌي ٻوليءَ ۽ ان جي لهجن، ڪڇ ۾ سنڌي ٻوليءَ جي پهچ ۽ پکيڙ، ڪڇ ۽ سنڌ جي سياسي سماجي ناتن، ڪڇي لهجي، جهوناڳڙهه، راجستان، ڪاٺياواڙ، گجرات، بلوچستان ۽ مڪران ۾ سنڌي ٻوليءَ، سنڌي ۽ سرائيڪيءَ جي سنبنڌ، سرائيڪي زبان جي بڻ بنياد ۽ سرائيڪي خطي ۾ سنڌي ٻوليءَ جي ڦهلاءَ وغيره تي تحقيقي مضمون شامل ڪيا آهن.


انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي

هن ڪتاب جو پهريون ڇاپو انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي ڄامشوري 1979ع ۾ ڇاپيو. 1983ع ۾ ان جو ٻيو ۽ 1995ع ۾ ان جو ٽيون ڇاپو شايع ٿيو.

205 صفحن تي مشتمل ٽيون ڇاپو، واڌارن ۽ سڌارن سان ڇپيو آهي، جنهن جي قيمت 150 روپيا ڄاڻايل آهي.

**سنڌي ٻوليءَ ۾ ايم. فل جو ڪورس، علامه اقبال اوپن يونيورسٽي:** علامه اقبال يونيورسٽيءَ ۾ پاڪستان جي سمورين ٻولين جو گڏيل هڪ شعبو قائم آهي، جنهن ۾ سنڌي به شامل آهي. هن شعبي پاران سنڌي ٻوليءَ ۾ ايم. فل جو ڪورس پڙهائي ماسٽر آف فلاسافيءَ جي سَند ڏني وڃي ٿي. ملڪ ۾ ڳالهائجندڙ ٻولين جهڙوڪ: سنڌي، پنجابي، پشتو، بلوچي، بروهي، سرائڪي، هندڪو، ڪشميري، گوجري، پهاڙي، بالتي، شينا، بروشڪي، توروالي، واکي وغيره جي ترقيءَ ۽ واڌاري جي خيال کان علامه اقبال يونيورسٽيءَ ۾ لئنگويجز آف پاڪستان نالي سان شعبو قائم ڪيل آهي. ان شعبي ۾ سنڌيءَ لاءِ به هر سال ايم. فل جي شاگردن کي داخلا ڏئي پڙهايو وڃي ٿو. ايم. فل ۾ داخلا لاءِ يونيورسٽيءَ پاران ايم. اي جي ڊگري لازمي ۽ ٽيسٽ وغيره ڏيڻ جهڙا مرحلا طئي ٿيل آهن. ايم. فل جو ڪورس ٻن سالن يعني چئن سيمسٽرن جي عرصي ۾ مڪمل ڪرايو وڃي ٿو. سنڌيءَ ۾ ايم. فل ڪرائڻ لاءِ يونيورسٽيءَ جو سنڌ يونيورسٽي، ڪراچي يونيورسٽيءَ جي سنڌي شعبن ۽ شاهه لطيف چيئر سان الحاق آهي، جتان ڪورس وغيره ترتيب ڏيڻ لاءِ تعاون ورتو وڃي ٿو. علامه اقبال يونيورسٽيءَ ۾ سنڌيءَ جي ايم. فل لاءِ ڪلاسيڪل سنڌي شاعري، ڪلاسيڪل سنڌي نثر، جديد سنڌي شاعري، جديد نثر نگاريءَ جهڙا مضمون ڪورس ورڪ ۾ پڙهايا وڃن ٿا. هن يونيورسٽيءَ پاران ڪراچي، حيدرآباد، ٺٽي، مٺي، سکر، لاڙڪاڻي، دادو، عمرڪوٽ ۾ ريجنل ڪئمپسز ڪليل آهن. هن وقت تائين سنڌي ٻوليءَ ۾ ڪيترائي اسڪالر هن يونيورسٽيءَ مان ايم. فل جون سَندون وٺي چڪا آهن.

**سنڌي ٽپڻو**: هي سنڌي ڪئلينڊر آهي، جنهن کي 'تٿ پتريڪا' به چون، جنهن ۾ سنڌي هندن جا خاص ڏڻ ۽ تٿ ڏنل آهن ۽ هر مهيني چنڊ جي تاريخن موجب اهم موقعن جي ڳولا ڪري سگهبي آهي، جن ۾ سنتن جا جنم ڏينهن ۽ ورسيون به آهن. هن سنڌي ٽپڻي مان ساڳئي وقت انگريزي ڪئلينڊر ۽ انهن جون متبادل تاريخون به ڏسي سگهجن




ٿيون. هن ڪئلينڊر ذريعي انهن ڏينهن جي خبر به پوندي آهي، جن تي روزا/ ورت رکڻا هوندا آهن ۽ اهو به معلوم ٿيندو آهي ته ڪهڙن ڏينهن تي ماس مڇي کائڻ جي منع هوندي آهي. (وڌيڪ ڏسو: ٽپڻو، انسائيڪلوپيڊيا سنڌيانا، جلد ٻيو ص: 447)

**سنڌيءَ جا نثري داستان** (ڪتاب): هي ڊاڪٽر قاضي خادم جي، سنڌ يونيورسٽيءَ ۾ پي. ايڇ. ڊيءَ لاءِ پيش ڪيل تحقيقي ۽ تنقيدي مقالي تي مشتمل ڪتاب آهي. هي ڪتاب ڊاڪٽر صاحب پنهنجن پيارن دوستن- قاضي غلام حيدر مرحوم ۽ قاضي شوڪت مرحوم جي نالي منسوب ڪيو آهي، جن هن ٿيسز جي سلسلي ۾ سندس وڏي مدد ڪئي هئي. ڪتاب جي ابتدا ۾ قاضي صاحب اهي سڀ ماخذ ۽ ذريعا بيان ڪيا آهن، جن مان هن تحقيقي ڪتاب جي



تياريءَ لاءِ مدد ورتي هئي. ان ڪانپوءِ پيش لفظ ۾ ڊاڪٽر صاحب داستان گوئيءَ جي فن تي روشني وڌي آهي ۽ ٻڌايو آهي تہ داستان گوئي دنيا جي تهذيب يافتہ قومن جو عظيم ورثو آهي. چيني، فرينچ، انگريزي، جرمني، عربي، فارسي ۽ هندي ادب ۾ هن صنف تي تحقيق ٿي رهي آهي. ساڳيءَ طرح سنڌي ٻوليءَ ۾ بہ ڪافي وقت کان وٺي اهڙا داستان مروج رهيا آهن، جيڪي يا تہ عربي، فارسي ۽ هنديءَ تان ترجمو ٿي سنڌي ٻوليءَ جي زينت بڻيا، يا وري انهن جا بنياد سنڌ جي تاريخ ۾ کُتل آهن. انهن ٻنهي قسم جي داستانن ۾ انسان لاءِ اخلاق، جدوجهد، انسانيت ۽ شرافت جا درس ڏنل آهن. ليڪن گذريل اڌ صديءَ کان اهي داستان آهستي آهستي گم ٿيندا پيا وڃن. صرف لوڪ ادب اسڪيم هيٺ لوڪ ڪهاڻين سان گڏ سنڌ جي نيم تاريخي قصن جي روايتن کي محفوظ ڪيو ويو آهي. ڊاڪٽر صاحب وڌيڪ لکي ٿو تہ مون هڪ شاگرد ۽ استاد جي حيثيت سان محسوس ڪيو تہ هن اهم ادبي صنف تي ڪنهن قلم کڻڻ جي ڪوشش نہ ڪئي تہ مستقبل ۾ هي صنف مورڳو ختم ٿي نہ وڃي. ان ڪانسواءِ مون کي اهو بہ پختو يقين آهي تہ داستان ئي واحد صنف آهي، جيڪا اسان جي ادب توڙي سماج جو ماضيءَ سان ڳانڍاپي جو هڪ نهايت اهم ذريعو آهي.

اهي ڳالهيون محسوس ڪري ڊاڪٽر قاضي خادم، 'سنڌ جي نثري داستانن جو تنقيدي مطالعو' عنوان هيٺ سنڌ جي عظيم اسڪالر ۽ عالم پروفيسر علامہ غلام مصطفيٰ قاسميءَ جي نگرانيءَ هيٺ پي. ايچ. ڊيءَ جي ٿيسز مڪمل ڪئي.

هن ڪتاب کي پنجن بابن ۾ ورهايو ويو آهي. پهرين باب ۾ داستانن جي قدامت بيان ڪئي وئي آهي، جنهن جا ذيلي عنوان: قديم دور ۾ انسان، لوڪ ڪهاڻين جو ارتقائي جائزو، داستان جي ارتقا، حڪايتون (جانورن ۽ پکين جا ڪردار)، جاتڪ، پنج تنتر ۽ سنڌي داستان آهن. باب ٻيو 'داستان جي فن' بابت آهي، جنهن ۾ حڪايتون، پلاٽ، ضمني ڪهاڻيون، مافوق الفطرت، قصہ در قصہ ڪردار، اخلاقي پهلو، منظرنگاري ۽ ٻولي عنوان شامل ڪيا ويا آهن. باب ٽيون سنڌي داستان عنوان سان شروع ٿئي ٿو جنهن ۾ سسئي پنهون ڪان پوءِ مورڙي ۽ مانگرمڇ، ڍول مارو، عمر مارئي، دودي چنيسر ليلان چنيسر، مومل راڻي، موڪي متارن، سورٺ راءِ ڏياچ، نوري ڄام تماچي، سهڻي ميهار، دولهہ دريا خان ۽ همون راڻوڻ، مري ۽ مڱڻ، اوڍي ڪيهر ۽ گل پري نگامري، ڦل وڏئي ۽ پوري، لاکي ڦلاڻي ۽ مهر راڻي، بوبنا ۽ ڄام جراڙ ۽ مير باگي ۽ سنڌ راڻيءَ بابت تفصيل ڏنا ويا آهن. باب چوٿون 'سنڌيءَ ۾ ترجمو ٿيل اهم داستان' تي مشتمل آهي، جن ۾ امير حمزو، الف ليليٰ، سيف الملوڪ، گل شاهہ گلاب پري، جهاندار شاهہ آرامدل، بهرام گور، طوطو مينا، ممتاز دمساز، گلشن بهار، حاتم طائي، گل خندان، گل بڪاولي، طوطينامو گل صنوبر، شهزادو گل منير ۽ چار درويش داستان شامل آهن. باب پنجين جو عنوان 'ڪي ٻاهريان عشقيہ داستان' آهي، جنهن هيٺ يوسف زليخا، شيرين فرهاد، مل محمود ۽ مهرنگار، ليليٰ مجنون، ڪامين ۽ ڪاموپ، هير رانجهي، جمجما سلطان، سڪندر بادشاهہ، خدا دوست جي قصي، حضرت سليمان ۽ بيبي بلقيس جو ذڪر آهي. هن ڪانپوءِ حوالا، داستانن جي زوال جا سبب، نقشا ۽ چارٽ، نتيجا ۽ ببليوگرافي ڏني وئي آهي.

ڊيمي سائيز جي 313 صفحن تي مشتمل هي ڪتاب انڊس پبليڪيشنز ڪراچيءَ جي صفدر مهديءَ، 1992ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو جنهن جي قيمت 240 روپيا آهي.

**سنڌي سنگت**: سنڌي سنگت هندستان ۾ رهندڙ سنڌين جي پاران سنڌي ٻولي، ثقافت ۽ ادب جي واڌاري لاءِ جاکوڙيندڙ غير سرڪاري، غير سياسي تنظيم آهي. هن تنظيم جو بنياد هند جي هاڪارن سنڌي اديبن مريج منگهاڻي، ڊاڪٽر موتي پرڪاش ۽ آشا چاند وڌو. هي ٽيئي شخصيتون هندستان ۾ سنڌيت جي پرچار ۽ پنهنجي ورثي جي واڌاري ۽ حفاظت ڪرڻ ۾ اڳريون رهيون آهن. مريج منگهاڻي انڊين انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي جو حال ۾ چيئرمين، موتي پرڪاش بين الاقوامي سطح تي تعليم جو مڃيل عالم ۽ ساڌو هيرا نند اسڪول آديپور جو حال ۾ پرنسپال آهي، جڏهن تہ آشا چاند سنڌي ٻوليءَ جي واڌاري ۽ ترقيءَ لاءِ پتوڙيندڙ سماجي اڳواڻ آهي. سنڌري اتمچنداڻي ۽ اي. جي اتم سندس والدين آهن هن وقت هندستان ۾ ويهي بہ سنڌ جي قديم ورثي جي سنڀال ۽ ان کي محفوظ بڻائڻ لاءِ ڪم ڪري رهي آهي.




سنڌي سنگت پاران هند ۾ جنم وٺندڙ نئين ٽهيءَ ۾ سنڌي ٻولي ڏانهن انسيت پيدا ڪرڻ جو ذمو پنهنجي سر کنيو ويو آهي. هن تنظيم ان سري ۾ سنڌي سرهاڻ ٽي. وي جو بنياد رکيو آهي، جنهن تان هفتي ۾ 30 منٽ دوردرشن جي عنوان سان ڊي. ڊي گجراتي ۽ ڊي. ڊي انڊيا چئنلن ذريعي ٽيليڪاسٽ ڪرڻ شروع ڪيا ويا آهن. جنهن تان سنڌي ۾ موسيقي، وڊيو گيت ۽ ٻيا تفريحي پروگرام پيش ڪيا وڃن ٿا. سنڌي سرهاڻ ٽي. وي. ڊي. ڊي انڊيا معرفت 146 ملڪن ۾ ڏسجي ٿو ان کان علاوه سنڌي سنگت پاران ٽيلي فلمون وغيره پڻ فلمايون ويون آهن، جيڪي هند سميت سنڌ مان ڪي. ٽي. اين ۽ ٻين چئنلن تان آن ايئر ٽيلنديون رهن ٿيون.

سنڌي سنگت جي پليٽ فارم تان هندستان سرڪار کي ڪل وقتي سنڌي چينل کولڻ لاءِ پڻ مطالبا ڪيا ويا آهن، جيڪي پڻ هند سرڪار جي غور و فڪر هيٺ آهن.

سنڌي سنگت تنظيم جي انٽرنيٽ تي ويب سائيٽ www.sindhisangat.com پڻ آهي، جنهن تان سنڌي چئنل جي ضرورت

۽ افاديت متعلق هندستان سرڪار کي استدعائون ڪيون ويون ٿيون. ان ڪان سواءِ ويب سائيٽ تي سنڌي ٻولي، سنڌي ثقافت بابت مضمونن سميت تفريحي پروگرامن، ٽيلي فلمن وغيره جون وڊيو موويز پڻ رکيل آهن.

هن ويب سائيٽ ذريعي سنڌي سنگت پاران سنڌيت جي پرچار وسيع پئماني تي ڪئي پئي وڃي. سنڌي سنگت پاران ويب سائيٽ تي سنڌيت جي تشهير ڪرڻ لاءِ ڪيترائي ڪارائتا مضمون رکيا ويندا ٿا: سنڌي پل سلامت رهي، ڏوهه ٻارن جو ڪونهي، ڀاشا نديءَ جي ڌارا، ڪارن ڪڪرن ۾ چانديءَ جي ليڪ وغيره اهم آهن.

سنڌي سنگت پاران سنڌيت متعلق ڪيترائي سيمينار، ورڪشاپون پڻ ڪرايون ويون آهن، جن ۾: سنڌيت جي شام (ڊسمبر 2012ع)، سنڌيت جو سڏ (نومبر 2011ع)، سنڌيت جي موج نومبر 2010ع وغيره شامل آهن. هن سيمينارن ۽ ورڪشاپن ذريعي هندستان ۾ رهندڙ سنڌين اندر جاڳرتا ڦهلائي وئي، جنهن جا مثبت نتيجا مليا آهن.

سنڌي سنگت جي پليٽفارم تان ڪيترا مزاحيه ۽ ٽريجڊي سنڌي ڊراما رليز ٿيل آهن، جن ۾: 'بابا مان شادي نه ڪندس' (آڪٽوبر 2009ع)، 'هوجمالو موسيقي پروگرام' (ڊسمبر 2008ع)، 'تون ۽ مان' (اصلوڪو سنڌي ڊرامو: نومبر 2006ع- زي. ٽي. وي تي هليل)، 'جهنڪار' (سنڌي ناچ ۽ موسيقيءَ جو پروگرام نومبر 2007ع، زي. ٽي. تي هليل)، 'سرهي شام سنگيت جي' (مارچ 2006ع)، 'ولايتي گهوٽ جي ڳولا' (سنڌي ٽيلي فلم: جنوري 2006ع)، 'پريت نه ڄاڻي ريت' (مارچ 2005ع)، 'سرهاڻ سنڌيت جي' (اپريل 2004ع)، 'انعام سنڌي پلي' (جنوري 2003ع)، 'ممي رٽائر ٿي ڪري' (جنوري 2003ع)، 'سنڌيت جو احساس' (سنڌي ميوزيڪل ڪنسرٽ: فبروري 2002ع، 'عابده پروين' (لائيو ان ڪنسرٽ: اپريل 2001ع)، 'توهان ته اهڙا جا اهڙا' (مئي 2000ع)، 'ڀوپري، ڦاٽاسين ته ڦٽڪڻ ڪهڙو' (مزاحيه ڊرامو). ان ڪان سواءِ 'چور آيو'، 'دولت جي سڪيا'، 'ڪا ته ڳڙٻڙ آهي' ۽ 'ڀهريون پيار' وغيره ڊراما آشا چانڊ جا پروڊيوس ڪيل آهن.

سنڌي سنگت کي هند توڙي سنڌ ۾ علمي، ادبي حلقن توڙي سماجي سطح تي وڏي پذيرائي حاصل آهي. هن تنظيم جي پليٽفارم تان سنڌيت جو فڪر ڦهلائي سنڌ ۽ سنڌي ٻوليءَ جي وڏي خدمت ڪئي پئي وڃي.

**سنڌي سنگت يو. ڪي**: برطانيا ۾ رهندڙ سنڌين جي گڏيل ثقافتي، سماجي سرگرمين جي تشهير ڪرڻ ۽ انهن لاءِ گڏيل پليٽ فارم طور هيءَ ويب سائيٽ سرگرميون ڪندي رهي ٿي. انٽرنيٽ تي سنڌ جي ثقافت، قديم ماڳن مڪانن ۽ خاص طور ٻوليءَ جي واڌاري ۽ ترقيءَ لاءِ ڪم ڪرڻ ويب سائيٽ جي مکيه مقصدن ۾ شامل آهي. هن ويب سائٽ جي معرفت برطانيا ۾ رهندڙ سنڌين جي سماجي مسئلن کي اجاگر ڪري گڏيل فهم سان انهن جي حل لاءِ قدم کنيا وڃن ٿا. سنڌين وچ ۾ سندن حالات زندگي، مستقبل، جي تدبيرن وغيره تي به بحث ڪيو وڃي ٿو. ٿلهي ليکي سنڌي سنگت هيٺين مقصدن لاءِ ٺاهي وئي آهي. انهن ۾ خاص طور: برطانيا ۾ رهندڙ سنڌين کي يڪجاءِ ڪرڻ، سنڌي ڪلچر ۽ ٻوليءَ جي واڌاري لاءِ مناسب پليٽفارم طور ڪم ڪرڻ، مجموعي طور سنڌي سماج جي مسئلن کي اجاگر ڪري انهن جي حل لاءِ مناسب تدبيرون جوڙڻ ۽ انهن لاءِ سجاڳي پيدا ڪرڻ گڏيل




سهڪار سان سنڌي سماج جي ڀلي لاءِ گڏيل طور ڪم ڪرڻ ۽ سنڌين وچ ۾ مضبوط قسم جي باهمي رابطي پيدا ڪرڻ لاءِ ڪم ڪرڻ، زندگيءَ جي سيني پهلوئن لاءِ مضبوط اداره سازي ذريعي سنڌين لاءِ ڪم ڪرڻ ۽ هر سطح تي گڏيل مفادن لاءِ راهه هموار ڪرڻ وغيره.

سنڌي سنگت يو. ڪي انٽرنيٽ تي سنڌي ڪتاب وغيره به ميسر ڪري رکيا آهن. هن ويب سائيٽ تي سنڌي ٻوليءَ جا اليڪٽرانڪ ٽي. وي چئنل سنڌ ٽي. وي، ڪي. ٽي. اين، مهراڻ ٽي. وي آن لائين هلايا وڃن ٿا.

**سنڌي سيٽلائيٽ چينل** (Sindhi Satellite Channels): سنڌ ۾ سنڌي ٻولي ۽ ثقافت جي ترقيءَ ۽ ترويج ۾ سنڌي چئنلن جو به حصو رهيو آهي. پاڪستان ٽيليويزن نيٽ ورڪ تي سنڌي نشريات لاءِ محدود وقت جي ٽرانسميشن جي پيش نظر ڪجهه سنڌي سرمائيدارن، سنڌي سيٽلائيٽ چينل شروع ڪرڻ لاءِ سوچيو. ان ۾ پهرين وک ڪاوش گروپ پاران کنئي وئي جن 2002ع ڌاري ڪي. ٽي. اين نالي چينل آن ايئر ڪيو. موجوده وقت ۾ سنڌ اندر جيڪي پرائيويٽ سنڌي چينل ڪم ڪري رهيا آهن، انهن ۾ هيٺيان چينل سر فهرست آهن:

(1) **ڪي. ٽي. اين (KTN)**: هن چينل کي پاڪستان جي پهرئين سنڌي چينل هجڻ جو اعزاز حاصل آهي. هن چينل جو بنياد آڪٽوبر 2002ع ۾ ناليواري سنڌي صحافي، تجزيه نگار ۽ پرنٽ ميڊيا ۾ ڪاوش پبليڪيشن (اخبار) جي باني علي قاضي رکيو ابتدائي دور ۾ ڪاوش ٽيليويزن جي




نشريات جو آغاز ڇهه ڪلاڪن جي محدود وقت لاءِ ڪيو ويو، بعد ۾ چينل جي وڌندڙ مقبوليت سبب چينل جو نشرياتي وقت وڌائي 24 ڪلاڪ ڪيو ويو. ڪي. ٽي. اين واحد سنڌي چينل جي حيثيت ۾ نه

صرف سنڌ پر دنيا جي ڏورانهين خطن ڏکڻ ايشيا، وچ ايشيا ۽ هندستان ۾ وڏ مان وڏ مشهوري ماڻي چڪو آهي.




هن وقت ڪاوش گروپ جا ٽي چينل ڪي. ٽي. اين (KTN)، ڪي. ٽي. اين نيوز (KTN News) ۽ سنڌي گيتن تي مشتمل چينل 'ڪشش' ڪم ڪري رهيا آهن. جڏهن ته ڪشش ميوزڪ چينل به سنڌي موسيقي ۽ گيتن تي نشر ٿيندڙ پهريون سنڌي ميوزڪ چينل آهي. جڏهن ته ڪي. ٽي. اين انٽرٽينمينٽ نج سنڌي تفريحي پروگرامن جهڙوڪ: ڊرامه، مارننگ شوز، ٻارن جا پروگرام، مزاحيه پروگرام، راندين ۽ رهاڻين جا پروگرام ۽ ڪي. ٽي. اين نيوز ملڪي توڙي غير ملڪي، سماجي، سياسي، معاشي ۽ ثقافتي صورتحال/ سرگرمين بابت خبرون، رپورٽس، ڊاڪيومينٽريون، ان ڪان سواءِ سنڌ توڙي پاڪستان ۽ دنيا جي صورتحال ۽ انهن جي هڪٻئي تي ٿيندڙ اثرن بابت ٽاڪ شوز، سياسي، سماجي، قانوني ۽ تعليمي ماهرن جا انٽرويوز، عوام سان پيش ايندڙ مسئلا ۽ ٻيا ڪيترائي معلوماتي ۽ فڪري پروگرام نشر ڪندو رهي ٿو. ڪي. ٽي. اين کي 5 جون 2005ع تي برانڊ سينيئريو (Brand Synario) طرفان ڏسندڙن جو وڏ مان وڏ تعداد (Viewership) هئڻ سبب 635 ووٽن جي آڌار تي فائيو اسٽار ريٽنگ (Five Star Rating) جو اعزاز حاصل ٿيو. جڏهن ته چينل کي Pak Sat 3973V 6509 3/4 C-Band جي فريڪوئينسي تي سڄي دنيا ۾ هلائي سگهجي ٿو.

(2) **سنڌ ٽي وي (Sindh TV)**: هي سنڌ ٽي. وي سنڌيءَ ٻولي جو ٻيو وڏو چينل آهي. هن چينل جو بنياد آڪٽوبر 2004ع ۾ ڪراچي ۾ ڊاڪٽر ڪريم راڄپر ۽ اجيت ڪمار آهوجا رکيو. گذريل اٺ سالن کان سنڌ ٽي. وي ۽ سنڌ




ٽي. وي نيوز سنڌي ٻولي جي فروغ لاءِ بهترين ڪم ڪري رهيا آهن. جڏهن ته هن چينل کي Pak Sat 138E 3753H 6500 3/4 C 2 جي فريڪوئينسي تان دنيا جي ڪنهن ملڪ ۾ ڏسي سگهجي ٿو.

سنڌ ٽي. وي انٽرٽينمينٽ تفريحي پروگرامن سبب مقبوليت ماڻي رهيو آهي، ان ڪان علاوه سنڌ ٽي. وي نيوز پڻ سياست ڪان علاوه پيشه ور سٽ جي محنت ۽ ڪاوشن سان سنڌ جي بي شمار جبلن، تاريخي يادگارن، قديم آثارن، قلعن، ڪوٽن، ڀهراڙين، مقامي آبادين، علم، ادب ۽ فن بابت معلوماتي ڊاڪيومينٽريون نشر ڪندو رهي ٿو جن ڏسندڙن وٽان تمام گهڻي مقبوليت ماڻي آهي.

(3) **ڌرتي ٽي. وي (Dharti TV)**: هي سنڌي چينل 2006ع ڌاري سکر ضلعي جي اڳوڻي ناظم سيد ناصر حسين شاهه جي ڪوششن سان آن ايئر ٿيو. هن جي نشريات ۾ نيوز بليٽن، رپورٽون، گيت سنگيت ۽ ڊراما شامل آهن. هن وقت هي چينل يونس ميمڻ جي سيڙپ سان آن ايئر ٿي رهيو آهي. هن گروپ پاران مقدمو نالي سنڌي اخبار به شايع ٿئي ٿي.




(4) **مهراڻ ٽي. وي (Mehran TV)**: سنڌ جي ٻئي وڏي شهر حيدرآباد مان نشريات هلائيندڙ هيءَ ٽي. وي چينل پڻ سنڌ ۽ ٻاهرين دنيا ۾ هڪجيترو مقبول آهي. هن چينل جو بنياد غلام نبي موروائيءَ وڌو. هن چينل جو فريڪوئينسي ريٽ: Paksat-C on 3730MHz, C-Band, 2894 Symbol rate, V Polarity, QPSK Modulation. آهي هي چينل سنڌي ڊرامه، موسيقي، خبرون ۽ تجزيا نشر ڪندو آهي. چينل تان تعليمي سرگرمين جي فروغ لاءِ پڻ مختلف موضوعاتي پروگرام پيش ڪيا وڃن ٿا. ان ڪان سواءِ سنڌ جي ثقافت کي اجاگر ڪرڻ ۾ مهراڻ ٽي. وي اهم ڪردار ادا ڪيو آهي، جنهن ۾ حضرت شاهه عبداللطيف ڀٽائي جي شاعري ۽ ڪلام کي ترجمي سان گڏ عام ڪرڻ ۽ سنڌي لوڪ گيتن، سهرن ۽ لاڏن وغيره کي عام ڪرڻ اهم آهي.




(5) **آواز ٽي. وي (Awaz Tv)**: سنڌي ٻوليءَ جو هيءُ چوٿون ۽ اهم ٽيليويزن چينل آهي، جيڪو ڪراچيءَ ۾ قائم آهي. هن چينل جو بنياد نامياري صنعتڪار سڪندر جتوئيءَ وڌو. هن انٽرٽينمينٽ چينل جي نشريات 2009ع کان 3S Asia sat جي فريڪوئينسيءَ تي سڄي دنيا ۾ هلندڙ آهي. هن چينل جو مقصد به مختلف تفريحي ۽ معلوماتي پروگرامن ذريعي سنڌي ٻولي کي فروغ ڏيڻ ۽ سماج ۾ سڌارو آڻڻ آهي. ان ڪان علاوه خبرن جا بليٽن پڻ نشر ڪيا وڃن ٿا.



(6) **سنڌي ڪڇي ٽي.وي** (Sindhi Kachchhi TV): هندستان ۾ غير سنڌي ته ڪوڙ سارا چينل موجود آهن، پر سنڌي ڪڇي چينل کي پنهنجي ٻولي ۽ ثقافتي رنگ جي ڪري منفرد حيثيت حاصل آهي. هن چينل جو بنياد ورهاڱي وقت سنڌ مان لڏي ويل ڪنيا لال ڪيولراماڻي گانڌي ڌام ڪڇ گجرات ۾ وڌو. هن چينل کي هندستان جي پهرئين سنڌي ڪڇي چينل هجڻ جو اعزاز حاصل آهي،




جيڪو In Sat 4A/83 Degree East Vertical, Frequency 3735 MHz (Horizontal) Symbol Rate 26666 MPEG-4 جي فريڪوئينسي تان دنيا جي ڪنهن به خطي مان ڏسي سگهجي ٿو. جڏهن ته هن کي ڪنهن به نجي اداري جي ڪيبل سسٽم ذريعي نه ٿو ڏسي سگهجي.

سنڌي ڪڇي چينل تان نج سنڌي ٻوليءَ ۾ فلمون، ڊراما، مزاحيه پروگرام نشر ڪيا وڃن ٿا. چينل سياسي توڙي سماجي حوالي سان بحث مباحثن تي ٻڌل پروگرامن جي ڪري ڏيهه توڙي پرڏيهه ۾ مقبول آهي. هن چينل تان تازو نشر ٿيندڙ هيٺين ڊرامن، خاص طور تي: ’ڪل ته سهي‘، ’چرين ڪيوچريو‘، سنڌي ست سنگ‘، ’سنڌي ذائقو‘ ۽ ’اچو ته سنڌي سکون‘ وڏي مقبوليت ماڻي آهي. هي چينل هندستان ۾ سنڌي ٻوليءَ کي فروغ ڏيڻ ۽ سماج ۾ شعور پيدا ڪرڻ جي حوالي سان اهم ڪردار ادا ڪري رهيو آهي.

**سنڌي شعبو اوساڪا يونيورسٽي، جپان:** جپان ۾ مکيه تعليمي اداري طور اوساڪا يونيورسٽيءَ جو وڏو نالو آهي. هيءَ يونيورسٽي سائنسي تحقيق ۽ خاص طور انجنيئرنگ سائنس جي ايجادن ۾ سموريءَ دنيا ۾ اڳري سمجهي وڃي ٿي. يونيورسٽيءَ ۾ ٻولين جي علم، ادب سميت فنون لطيفه جا مضمون وغيره به پڙهايا وڃن ٿا. يونيورسٽيءَ ۾ سنڌي ٻولي پڙهائڻ لاءِ به سنڌي شعبو قائم آهي، جتي باقاعدگيءَ سان سنڌي لکي ۽ پڙهي وڃي ٿي. هتي سنڌي شعبي جو هيڊ مختلف ٻولين جو ماهر ماميا سن ماميا سن آهي. ماميا سن پنهنجي پڙهائيءَ دوران آخري سال جي اسائينمينٽ تحت دنيا جي مکيه ٻولين مان سنڌيءَ کي پنهنجي تحقيق لاءِ چونڊيو ۽ سنڌ آيو. هن 1990ع ۾ سنڌ يونيورسٽيءَ مان سنڌي ادب ۽ ٻوليءَ جي مضمون ۾ ايم. اي ڪئي. باقاعدي سنڌي سکيو. سنڌي ٻوليءَ سان سندس انسيت وڌي ۽ سنڌ جي تهذيبي قدرن کان ايترو متاثر ٿيو جو واپس ڏيهه وڃي پنهنجي مادرعلمي اوساڪا يونيورسٽيءَ ۾ سنڌي ٻولي پڙهائڻ جي رٿ پيش ڪيائين. جيڪا جاپان حڪومت منظور ڪندي يونيورسٽيءَ ۾ سنڌيءَ جو شعبو قائم ڪرڻ جي منظوري ڏني.

جپان جي اوساڪا يونيورسٽيءَ جي سنڌي شعبي ۾ اڪثر جپاني شاگرد پڙهن ٿا. جيڪي سنڌيءَ جي مروج رسم الخط ۾ لکي ۽ پڙهي توڙي سنڌي ٻولي ڳالهائي سگهن ٿا. سنڌ جو ناليوارو سياح ۽ سفرناما نويس الطاف شيخ پڻ سنڌي شعبي ۾ ڪيترائي ڀيرا ليڪچر ڏئي چڪو آهي. اوساڪا يونيورسٽيءَ جي سنڌي شعبي ۾ تدريسي عمل ۽ سنڌ جي تهذيبي قدرن ۽ تمدني زندگيءَ بابت به پڙهايو وڃي ٿو.

**سنڌي شعبو، پنجاب يونيورسٽي:** پنجاب يونيورسٽيءَ ۾ سنڌي پڙهائڻ جي شروعات 2004ع کان ٿي آهي، ان کان اڳ پنجاب يونيورسٽيءَ ۾ سنڌي مضمون، سنڌي ٻوليءَ ۾ سرٽيفڪيٽ ۽ بي. اي ۾ اختياري مضمون طور پڙهايو پئي ويو. جيڪو اڄ تائين جاري آهي. اهي سڀ ڪورس پنجاب يونيورسٽيءَ جي اورينٽل ڪاليج ۾ پڙهايا وڃن ٿا. هن وقت جي پرنسپال ڊاڪٽر مظهر معين ۽ ڊين ڊاڪٽر محمد اڪرم چوڌريءَ (هاڻوڪي وائيس چانسلر سرگوڌا يونيورسٽيءَ) جي ڪوشش سان سنڌي ڊپارٽمينٽ جو بنياد پيو. 2004ع کان انهيءَ ڪورس ۾ ڊپلوما جو نصاب تيار ڪرايو ويو. جنهن ڪانپوءِ سنڌي ڊپلوما کي پنجاب يونيورسٽيءَ ۾ تدريسي ڪورس طور پڙهايو پيو وڃي. سنڌي ڊپلوما ٻن سيمسٽرن تي مشتمل آهي، جنهن جي پهرئين سيمسٽر ۾ سنڌي صورتخطي، بنيادي وياڪرڻ، ڳالهه ٻولهه جي باري ۾ پڙهايو ويندو آهي ۽ ٻئي سيمسٽر ۾ سنڌي ثقافت ۽ سنڌي ادب جي باري ۾ سکيا ڏني ويندي آهي. انهيءَ کان سواءِ ٻيون به ڪيتريون ٻوليون، جن ۾ ڊپلوما ڪورس ڪرايا پيا وڃن. جنهن ۾ هندي، پشتو، بلوچي، عربي، فارسي، پنجابي (گرمکي)، جرمن، روسي، هسپانوي، عبراني، يوناني، لاطيني، جپاني، سنسڪرت، چيني، اطالوي، پرتگالي، ۽ ترڪي شامل آهن ۽ هنن ٻولين ۾ هن وقت ڏيهي ۽ پرڏيهي استاد، اهي ٻوليون پڙهائي رهيا آهن. جنهن ۾ هر ٻوليءَ جو هڪ استاد ڊپلوما ڪورس پڙهائي رهيو آهي، سنڌي ڊپلوما جو ڪورس اشوڪ ڪمار ڪتري پڙهائي رهيو آهي، جنهن ڪراچي يونيورسٽيءَ جي سنڌي شعبي مان مڪمل ڪئي ۽ ايم. فل علامه اقبال اوپن يونيورسٽيءَ مان مڪمل ڪيائين. بنيادي طور تي هي ٻوليون اڳ ۾ پنجاب يونيورسٽيءَ جي اورينٽل ڪاليج (اولڊ ڪئمپس) ۾ پڙهايون پئي ويون. پر گذريل ٽن سالن کان اهي سڀئي ٻوليون پنجاب يونيورسٽي انسٽيٽيوٽ آف لينگئيجز اورينٽل ڪاليج نيو ڪئمپس ۾ پڙهايون وڃن ٿيون.

**سنڌي شعبو، سنڌ يونيورسٽي ڄامشورو:** سنڌ يونيورسٽي، سنڌ ۾ اعليٰ تعليم جي پهرين درسگاهه آهي. تاريخي لحاظ کان هيءَ سنڌ جي پهرين ۽ پاڪستان جي ٻي قديم يونيورسٽي آهي، جنهن جو قيام سنڌ اسيمبلي ائڪٽ هيٺ 3 اپريل 1947ع تي ڪراچيءَ ۾ عمل ۾ آيو. سال 1948ع ۾ ان وقت جي وائيس چانسلر اي. بي. حليم جي نگرانيءَ ۾، سنڌ يونيورسٽي باقاعدي ڪم ڪرڻ شروع ڪيو جيڪا پوءِ ڪراچيءَ مان حيدرآباد منتقل ڪئي وئي. 1951ع ۾ هيءَ يونيورسٽي

اولڊ ڪئمپس (نووديالہ هاءِ اسڪول حيدرآباد جي عمارت) ۾ قائم ڪئي وئي، جنهن جو وائيس چانسلر ناميارو عالم ۽ فلاسافر علامہ آءِ آءِ قاضي مقرر ٿيو. سنڌ يونيورسٽيءَ ۾ 1951ع ۾، ڊپارٽمينٽ آف ايڊيوڪيشن قائم ٿيو ۽ 1952ع ۾ سنڌي شعبو قائم ٿيو. ان وقت سنڌي شعبي جو انچارج، ايڊيوڪيشن ڊپارٽمينٽ جو سربراهہ ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ هو. 16 مارچ 1953ع کان 30 جولاءِ 1954ع تائين هڪ سال لاءِ پروفيسر محبوب علي چنا سنڌيءَ جا پوسٽ گرئجوئيٽ ڪلاس سنڀاليا ۽ شعبي جو چيئرمئن رهيو. 1957ع ۾ ڊاڪٽر رضي الدين صديقيءَ جي وائيس چانسلريءَ جي وقت ۾ سنڌي شعبي کي الڳ ۽ مڪمل حيثيت ڏني وئي ۽ لسانيات جو ماهر پروفيسر علي نواز جتوئي، شعبي جو پهريون سربراهہ مقرر ٿيو. 1963ع ۾ پروفيسر علي نواز جتوئي لسانيات ۾ ايم. اي ڪرڻ لاءِ لنڊن روانو ٿيو ۽ سندس جاءِ تي محترم غلام علي الانا سنڌي شعبي جو نئون سربراهہ مقرر ٿيو، جيڪو ساڳئي سال (1963ع ۾) لنڊن مان لسانيات ۾ ايم. اي ڪري موٽيو هو.

1973ع کان 1976ع تائين محترم حبيب الله مرزا سنڌي شعبي جو چيئرمئن رهيو. مرزا صاحب کان پوءِ ڊاڪٽر عبدالجبار جوڻيجو، 12 آگسٽ 1982ع کان 24 مئي 1993ع تائين سنڌي شعبي جو چيئرمئن رهيو. جڏهن ڊاڪٽر عبدالجبار جوڻيجي کي سنڌ سرڪار، سنڌي ادبي بورڊ جو چيئرمئن مقرر ڪيو، تہ 25 مئي 1993ع کان پروفيسر ڊاڪٽر قاضي خادم کي سنڌي شعبي جي سربراهي سونپي وئي، جنهن منصب تي هو 6 مئي 1999ع تائين رهيو. جڏهن ڊاڪٽر قاضي خادم، ڊين فئڪلٽي آف آرٽس مقرر ٿيو تہ سندس جاءِ تي 6 مئي 1999ع کان ڊاڪٽر محمد قاسم ٻگهئي سنڌي شعبي جي چيئرمني سنڀالي ۽ هو پهرين آگسٽ 2001ع تائين چيئرمئن رهيو. جڏهن ڊاڪٽر محمد قاسم ٻگهيو، سنڌي لئنگئيج اٿارٽيءَ جو چيئرمئن ٿيو تہ سندس جاءِ تي ڊاڪٽر هدايت پريم کي پهرين آگسٽ 2001ع تي سنڌي شعبي جو چيئرمئن مقرر ڪيو ويو، جنهن تي هو 23 جون 2005ع تائين رهيو. 23 جون 2005ع کان 3 آگسٽ 2005ع تائين ڊاڪٽر نور افروز خواجہ هن شعبي جي چيئرپرسن رهي. اهڙيءَ طرح وري ڊاڪٽر محمد قاسم ٻگهيو 3 آگسٽ 2005ع کان 28 نومبر 2005ع تائين چيئرمئن رهيو. سندس ڊين فئڪلٽي آف آرٽس جي عهدي تي مقرريءَ بعد پيهر ڊاڪٽر نور افروز خواجہ 28 نومبر 2005ع کان 7 سيپٽمبر 2011ع تائين سنڌي شعبي جي چيئرپرسن رهي. جڏهن ڊاڪٽر نورافروز خواجہ ڊين فيڪلٽي آف آرٽس مقرر ٿي، تہ سندس جاءِ تي ڊاڪٽر قمر جهان مرزا کي 7 سيپٽمبر 2011ع کان 13 آگسٽ 2012ع تائين چيئرپرسن مقرر ڪيو ويو. ڊاڪٽر قمر جهان مرزا جي رٽائرمينٽ کانپوءِ سنڌي شعبي جي چيئرپرسن جي چارج پڻ ڊاڪٽر نورافروز خواجہ وٽ رهي. 12 اپريل 2013ع کان ڊاڪٽر محمد انور فگار هڪڙي کي سنڌي شعبي جو چيئرمئن مقرر ڪيو ويو، جنهن تي هو اڄ ڏينهن تائين ڪم ڪري رهيو آهي.

سنڌي شعبي ۾ 1962ع کان ايم. اي فائنل جي هڪ پيپر لاءِ مضمون يا مونوگراف جي چونڊ ڏني وئي. ان ڏس ۾ 1962ع کان 2010ع تائين ڪيترن شاگردن جا مختلف موضوعن تي مونوگراف لکيل آهن، جن جو تعداد 50 کن ٿيندو.

جڏهن کان سنڌي شعبي ۾ پي. ايڇ. ڊي ڪرڻ جي اجازت ملي تہ علامہ غلام مصطفيٰ قاسمي سنڌيءَ ۾ پي. ايڇ. ڊي لاءِ گائيڊ ۽ سنڌي شعبي جو وزيٽنگ پروفيسر مقرر ٿيو. سنڌيءَ جي پهرئين پي. ايڇ. ڊي هئڻ جو اعزاز، سنڌي شعبي جي استاد، غلام علي الانا کي 'لاڙ جي ادبي ۽ ثقافتي تاريخ' جي عنوان تي، 1971ع ۾ مليو.

سنڌيءَ ۾ 1971ع کان 2010ع تائين پي. ايڇ. ڊي ڪندڙن جو ڪل تعداد 43 آهي، جن مان اهم علمي ادبي موضوعن تي هي مقالا لکيا ويا:

(1) ڊاڪٽر غلام علي الانا، 'لاڙ جي ادبي ۽ ثقافتي تاريخ' (1971)،، (2) ڊاڪٽر عبدالجبار جوڻيجو 'سنڌي شاعريءَ تي فارسي شاعريءَ جو اثر' (1971ع)، (3) ڊاڪٽر عبدالڪريم سنديلو 'لوڪ ادب جو تنقيدي جائزو' (1974ع)، (4) ڊاڪٽر ميمڻ عبدالمجيد سنڌي 'بيان العارفين جي تدوين' (1974ع)، (6) ڊاڪٽر الهداد ٻوهيو 'سنڌي ٻوليءَ جو سماجي ڪارج' (1977ع)، (5) ڊاڪٽر عطا محمد حامي 'خيرپور ميرس جي ٽالپرن جو سنڌ جي سياسي، علمي ۽ ادبي تاريخ ۾ حصو' (1977ع)، (6) ڊاڪٽر غلام حسين پٺاڻ 'سنڌي ناول جي ارتقائي تاريخ' (1977ع)، (7) ڊاڪٽر محمد جمن ٽالپر 'سنڌ جا اسلامي درسگاهہ' (1978ع)، (8) ڊاڪٽر مرزا حبيب الله 'مرزا قليچ بيگ بحيثيت نثرنويس' (1978ع)، (9) ڊاڪٽر در محمد پٺاڻ 'ڪراچي ضلعي جو سنڌي علم ادب ۾ حصو' (1979ع)، (10) ڊاڪٽر شمس الدين عرساڻي 'آزاديءَ کانپوءِ سنڌي افسانوي ادب جي اوسر' (1980ع)، (11) ڊاڪٽر اياز حسين قادري 'سنڌي غزل جي ارتقا' (1982ع)، (12) ڊاڪٽر عبدالجبار مغل 'ٽريننگ ڪاليج حيدرآباد جو علم و ادب ۾ حصو' (1982ع)، (13) ڊاڪٽر آپا شمس عباسي 'حڪيم فتح محمد سيوهاڻيءَ جي شخصيت ۽ سندس علمي ۽ سياسي خدمتون' (1983ع)، (14) ڊاڪٽر قمر جهان مرزا 'حيدرآباد جي ٽالپرن جو علمي، سماجي ۽ سياسي تاريخ ۾ حصو' (1983ع)، (15) ڊاڪٽر عزيز الرحمان ٻگهيو 'سنڌي صحافت جي تاريخ' (1983ع)، (16) ڊاڪٽر غلام رسول بلوچ 'سنڌي ڊرامي جي هڪ صدي' (1984ع)، (17) ڊاڪٽر عبدالغفور ميمڻ 'اوڻويهين صديءَ جا نثر نويس' (1984ع)، (18) ڊاڪٽر حامد علي خانائي 'ساهتيءَ جا علمي مرڪز' (1986ع)، (19) ڊاڪٽر شاهنواز سوڊر 'سنڌي ثقافت ۽ شاهہ عبداللطيف' (1988ع)، (20) ڊاڪٽر غلام نبي سڏايو 'حضرت شاهہ عبداللطيف ڀٽائيءَ جي شاعريءَ ۾ علامت نگاري' (1989ع)، (21) ڊاڪٽر قاضي خادم 'سنڌ جي نثري داستانن جو تنقيدي جائزو' (1989ع)، (22) ڊاڪٽر داد محمد 'خادم' بروهي 'سبي خطي ۾ سنڌي زبان جي محاورن جو لساني جائزو' (1991ع)،

(23) ڊاڪٽر تهمينه مفتي 'سنڌي ڪهاڻيءَ جو سماجي ڪارج' (1995ع)، (24) ڊاڪٽر نورافروز خواجه 'ورهاڱي کانپوءِ سنڌي ناول جي اوسر' (1996ع)، (25) سيده ام ڪلثوم شاهه 'شاهه لطيف جي شاعريءَ ۾ تشبيهون ۽ استعارا' (2002ع)، (26) ثريه سوز ڏيپلائي 'محمد عثمان ڏيپلائيءَ جي شخصيت ۽ تحريرن جو سنڌ جي سماجي، سياسي ۽ ادبي زندگيءَ تي اثر' (2003ع)، (27) ڊاڪٽر سحر امداد حسيني 'جديد سنڌي شاعري هڪ نئون ڪلاسڪ- 1975- 1955ع' (2005ع).

سنڌي شعبو، سنڌ يونيورسٽيءَ جي تدريسي ۽ تحقيقي شعبن ۾ هڪ اهم شعبو آهي. هن شعبي ابتدا کان وٺي، مختلف سالن دوران تحقيقي مخزنون ۽ جرنل پڻ شايع ڪيا آهن، جن جو تفصيل هن ريت آهي: (1) سنڌي صحيفو (1962ع)، (2) 'سوکڙي' (1964ع)، (3) 'سوغات' (1966ع)، (4) پورب (1971ع)، (5) پرک (1977ع) ۽ (6) ڪينجهر (1987ع کان اڄ تائين). ڪينجهر، سنڌي شعبي جو پهريون جرنل آهي، جنهن کي صحيح معنيٰ ۾ تحقيقي جرنل چئي سگهجي ٿو. هن وقت تائين 'ڪينجهر' جا 1987ع کان 2013ع تائين چوڏهن شمارا ڇپجي چڪا آهن.





ڪينجهر جرنل ۾ سنڌي شعبي جي استادن، شاگردن ۽ ٻين ناميارن ليکڪن جا تحقيقي مقالا ڇپجندا رهيا آهن. شعبي ۾ هڪ ڪمپيوٽر ليب آهي، جنهن ۾ شاگردن کي سنڌي ڪمپيوٽنگ جو ڪورس پڙهايو ويندو آهي. ان کانسواءِ شاگردن جي مطالعي ۽ تحقيق لاءِ 'پروفيسر محرم خان سيمينار لائبرري' آهي، جنهن ۾ هزارين ڪتاب موجود آهن.

سنڌي شعبي ۾ 'پروفيسر محرم خان ليڪچر سيريز' ۽ 'شاهه عبداللطيف ريسرچ سيل' جي سلسلي ۾ ڪيترا ليڪچر، ادبي گڏجاڻيون ۽ سيمينار ٿيندا رهيا آهن، جن ۾ پاڪستان توڙي ٻاهرين ملڪن جي نامور اسڪالرن کان ليڪچر ڪرايا ويندا آهن. انهن ۾ هن وقت تائين ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ، ڊاڪٽر غلام علي الانا، محترم مظهر الحق صديقي، محمد حسين ڪاشف، آغا سليم، امر جليل، الطاف شيخ، جامي چانڊيو، تاج جويو، ڊاڪٽر جيٺو لالواڻي، ڊاڪٽر چندر ڏاسواڻي، هيرو ٺڪر وغيره ادب جي مختلف موضوعن بابت ليڪچر ڏئي چڪا آهن. سنڌي شعبي ۾ 'شاهه لطيف ريسرچ سيل' قائم ڪيو ويو آهي، جنهن طرفان شاهه لطيف تي لکيل تحقيقي مضمون: (1) 'اگهيا سُٽ سندا' (2007ع) ۽ (2) 'لوچيان تي لاحد ۾' ڪتابي صورت ۾ شايع ڪيا ويا آهن، جن ۾ سنڌ ۽ هندستان جي چوٽيءَ جي عالمن ۽ اسڪالرن جا تحقيقي مضمون شامل آهن. ان کانسواءِ شعبي پاران 1988ع ۾ 'ٻين الاقوامي سنڌي ادبي ڪانفرنس' ۽ 'ايڪويهين صديءَ جو سنڌي ادب ۾ ڪردار' ۽ 'ڪهاڻي ڪانفرنس' پڻ منعقد ڪيون ويون.

ان کانسواءِ مرزا قليچ بيگ ۽ علامه غلام مصطفيٰ قاسميءَ جي علمي ۽ ادبي خدمتن تي تحقيق ڪرڻ لاءِ قائم 'مرزا قليچ بيگ چيئر' ۽ 'علامه غلام مصطفيٰ قاسمي چيئر' جا سربراهه ترتيبوار ڊاڪٽر نور افروز خواجه ۽ ڊاڪٽر قاضي خادم آهن. جيڪي سنڌي شعبي جا استاد ۽ چيئرمئن رهي چڪا آهن. شعبي جي استادن ۽ شاگردن مان هن وقت تائين ڪيترائي چوٽيءَ جا اديب ۽ عالم پيدا ٿيا آهن، جن علم ۽ ادب جي دنيا ۾ وڏو نالو پيدا ڪيو آهي.

## سنڌي شعبو شاهه عبداللطيف يونيورسٽي خيرپور ميرس:

شاهه عبداللطيف يونيورسٽي خيرپور، ابتدا ۾ سنڌ يونيورسٽي جام شوري جي ڪئمپس هئي، 1990ع ۾ جڏهن هن ڪئمپس مڪمل يونيورسٽيءَ جي حيثيت حاصل ڪئي ته ان وقت يونيورسٽيءَ جا ڪيترائي نوان شعبا قائم ٿيا، تن ۾ سنڌي شعبو به شامل آهي. هي شعبو 1990ع ۾ قائم ٿيو. ابتدا ۾ Bachelor of Sindh (چار سالا پروگرام) ۽ ايم. اي سنڌيءَ جا ڪورس شروع ڪرايا ويا. هي ٻئي پروگرام صبح واري شفٽ ۾ شروع ٿيا. هن شعبي ۾ سيمينار لائبرري به موجود آهي.

هن شعبي جو پهريون چيئرمئن مشهور اديب ملڪ نديم ٿيو، جنهن پنهنجي مدي دوران 1999ع ۾ پي. ايڇ. ڊي ڪئي ۽ 2006ع ۾ رٽائر ڪيو. کانئس پوءِ ڊاڪٽر ادل سومرو هن شعبي جو چيئرمئن ٿيو هو ساڳئي وقت شيخ اياز چيئر جو انچارج پروفيسر به ٿي رهيو. هن 14 آگسٽ 2013ع تي رٽائرمينٽ ورتي ۽ کانئس پوءِ هن وقت شعبي جو انچارج چيئرمئن مشهور شاعر ۽ اديب اياز گل آهي، جيڪو ساڳئي وقت سچل چيئر جو انچارج ڊائريڪٽر ۽ ڊاڪٽر تنوير عباسي چيئر جو انچارج پڻ آهي.

سنڌي شعبي پاران مختلف وقتن تي 'پٽائي ريسرچ جرنل' نڪرندو رهيو آهي، جنهن جا هن وقت تائين اٺ شمارا نڪري چڪا آهن، جن ۾ تنوير عباسي ۽ شيخ اياز خاص نمبر پڻ اچي وڃن ٿا. هن شعبي پاران مختلف وقتن تي ڪيترائي ادبي ميڙاڪا، ادبي ڪانفرنسون ۽ مختلف موضوعن تي ليڪچر پروگرام ٿي چڪا آهن.

سنڌي شعبي پاران هن وقت تائين هيٺين اديبن ۽ محققن پي. ايڇ. ڊيءَ جون سنَدون حاصل ڪيون آهن:

(1) ڊاڪٽر انور فگار هڪڙو، (2) ڊاڪٽر بدرالدين اڄڻ، (3) ڊاڪٽر ادل سومرو، (4) ڊاڪٽر ملڪ نديم، (5) ڊاڪٽر سخي قبول محمد درازي، (6) ڊاڪٽر عبدالرزاق جسڪاڻي، (7) ڊاڪٽر غلام احمد بدوي، ۽ (8) ڊاڪٽر مهر خادم.

اهڙيءَ طرح هن وقت تائين سنڌيءَ ۾ هيٺين اديبن ايم. فل ڪئي آهي: (1) سڪينه عرف حميده قاضي، (2) بدر ڏامراهو، (3) محمد شريف شاد سومرو، (4) ساجد سومرو، ۽ (5) عصمت فاطمه ويسر.

اهڙيءَ طرح هن شعبي پاران ايم. اي سنڌيءَ ۾ مختلف ادبي موضوعن تي ڏيڍ سؤ کان وڌيڪ مونوگراف لکرايا ويا آهن، جن ۾ معشوق ڏاريجي اياز گل جي غزلن تي، حميد سبزوئيءَ شيخ اياز جي

هائيڪن تي، مير محمد پيرزادي مخدوم محمد زمان لنواريءَ واري جي شاعريءَ بابت، ابراهيم ڪرل حميد سنڌيءَ جي ادبي خدمتن تي، مهر خادم نجم عباسيءَ جي ادبي خدمتن تي اهم مونوگراف لکيا آهن. هن شعبي پاران نوجوان محققن کي سهولتون مهيا ڪيون وڃن ٿيون.

**سنڌي شعبو، ڪراچي يونيورسٽي:** ڪراچي يونيورسٽي، 1950ع ۾ قومي اسيمبليءَ پاران منظور ڪيل هڪ ائڪٽ تحت 1951ع ۾ قائم ٿي، ان وقت سنڌ يونيورسٽي، جيڪا اپريل 1947ع ۾ ڪراچيءَ ۾ قائم ٿي هئي، تنهن کي حيدرآباد لڏايو ويو ۽ پرنسس اسٽريٽ (جنهن کي هاڻ چاند بي بي روڊ سڏجي ٿو) تي واقع سنڌ يونيورسٽي جي عمارتن ۾ ڪراچي يونيورسٽي ڪم ڪرڻ شروع ڪيو. پروفيسر اي. بي. حليم، جنهن کي پير الاهي بخش، عليگڙهه کان آڻي، سنڌ يونيورسٽيءَ جو وائيس چانسلر مقرر ڪيو، ان کي ڪراچي يونيورسٽيءَ جو وائيس چانسلر مقرر ڪيو ويو. ڪراچي جيئن ته ان وقت وفاقي گاديءَ جو شهر به هو، تنهنڪري ڪراچي يونيورسٽيءَ کي وفاقي يونيورسٽيءَ جو درجو ڏنو ويو ۽ تعصبي پاليسيءَ هيٺ سنڌيءَ جو شعبو قائم نه ڪيو ويو، البت ڪراچيءَ جي ايس. ايم. ڪاليج کي، جيڪو هڪ ڊگري ڪاليج هو، سنڌيءَ ۾ ايم. اي ڪرائڻ جو يونيورسٽيءَ سان الحاق ڏنو ويو، جيڪو پنهنجي نوعيت جو منفرد الحاق هو.

1971ع ۾ ون يونٽ جي خاتمي ۽ سنڌ سرڪار جي جڙڻ کانپوءِ، صوبائي حڪومت جي هدايتن تي جنوري 1972ع ڌاري ڪراچي يونيورسٽيءَ ۾ سنڌي شعبو قائم ٿيو. ان وقت ايس. ايم. ڪاليج ۾ پڙهندڙ ايم. اي فائنل جي ستن شاگردن کي ڪراچي يونيورسٽيءَ منتقل ڪيو ويو. اياز حسين قادري، جيڪو ان وقت ايس. ايم. ڪاليج ۾ اسسٽنٽ پروفيسر هو، تنهن کي يونيورسٽيءَ ۾ اسسٽنٽ پروفيسر ۽ هيڊ آف دي ڊپارٽمنٽ مقرر ڪيو ويو. گڏوگڏ نواز علي شوق کي ليڪچرار مقرر ڪيو ويو. ان وقت فقط ايم. اي لاءِ داخلائون ڏنيون ويون.

سنڌي شعبي جي پهرين بيچ (جٿي) ۾ ذوالفقار علي قادري (رٽائرڊ اڪائونٽنٽ جنرل سنڌ) ايم. اي ۾ پهرين پوزيشن ماڻي، سندس نه فقط فيڪلٽي پر يونيورسٽيءَ ۾ به پهرين پوزيشن آئي، جيڪا يونيورسٽيءَ جي اختيارين لاءِ هڪ ڇرڪائيندڙ ڳالهه هئي. پهرين بيچ ۾ ٻئي نمبر ماڻيندڙ سليم ميمڻ کي يونيورسٽيءَ ۾، اپريل 1973ع ۾ سنڌي شعبي ۾ ليڪچرار ڪري رکيو ويو.

ان کانپوءِ شعبي ۾ عبدالرحمان چنا، فهميده حسين، خورشيد عباسي، عابد شاهه، ناهيد پروين، عبدالغفور ميمڻ، رخمان گل پالاري ۽ تازو ئي ساجده پروين ليڪچرر جي حيثيت ۾ مقرر ٿيا. پرفيسر ڊاڪٽر اياز قادري ٽن مدن لاءِ ڪيترائي سال شعبي جو چيئرمئن رهڻ کانپوءِ 1986ع ۾ رٽائر ڪيو، جنهن کانسواءِ کيس شاهه عبداللطيف ڀٽائي چيئر جو ڊائريڪٽر مقرر ڪيو ويو، جنهن جو هو بنياد وجهندڙ ڊائريڪٽر بڻيو. هو 1997ع ۾ وفات ڪري ويو. ان کان سواءِ مختلف دورن ۾ 5 سال پروفيسر ڊاڪٽر نواز علي شوق چيئرمئن رهيو، جنهن سال 1997ع ۾ رٽائر ڪيو. ان کانپوءِ عبدالرحمان چنا شعبي جو انچارج ٿيو ۽ اسسٽنٽ پروفيسر جي حيثيت ۾ رٽائر ڪيو. جنهن کانپوءِ ڪجهه سالن بعد وفات ڪري ويو. ڊاڪٽر فهميده حسين 1995ع ۾ پروفيسر ۽ 1997ع ۾ چيئرپرسن ٿيڻ کانپوءِ ترت ئي 1998ع ۾ شاهه عبداللطيف ڀٽائي چيئر جي ڊائريڪٽر ٿي، جتان هن 2008ع ۾ رٽائر ڪيو ۽ هن وقت سنڌي لئنگئيج اٿارٽيءَ جي چيئرپرسن آهي. پروفيسر سليم ميمڻ پڻ 1995ع ۾ پروفيسر بڻيو. هن 21 سال مختلف دورن ۾ چيئرمئن رهڻ کانپوءِ 2010ع ۾ رٽائر ڪيو ۽ هن وقت شاهه عبداللطيف ڀٽائي چيئر جو ڊائريڪٽر آهي. 2008ع ۾ ڊاڪٽر خورشيد عباسي چيئرپرسن مقرر ٿي، جيڪا 2 سال 8 مهينن کانپوءِ رٽائر ٿي. ان کانپوءَ جيئن ته شعبي ۾ ڪو پروفيسر ڪونه هو، ان ڪري چيئرمئن مقرر نه ٿي سگهيو. البت نگران انچارج طور سيد عابد شاهه کي ڪجهه وقت ذميداري ڏني وئي.

هن وقت ڊاڪٽر ناهيد پروين، گذريل اڍائي سالن کان شعبي جي سربراهه آهي.

سنڌي شعبي ۾ بي. اي آنرس کان ايم. اي ۽ پي. ايڇ. ڊيءَ تائين جا ڪورس پڙهايا وڃن ٿا. گذريل 41 سالن ۾ شعبي مان 30 عالم پي. ايڇ. ڊي ڪري چڪا آهن. سنڌي شعبي جي استادن مان نواز علي شوق، فهميده حسين، خورشيد عباسي، سيد عابد شاهه، ناهيد پروين، عبدالغفور ميمڻ، رخمان گل پالاري، پي. ايڇ. ڊي ڪئي، جڏهن ته پي. ايڇ. ڊي ڪندڙ ڪجهه ٻين محققن ۾ ڪليم لاشاري، غلام حيدر چنه، رضيه ڪوڪر، انيس فاطمه سومرو، محمد علي مانجهي، مخمور بخاري وغيره شامل آهن. هن وقت پڻ ڪيترائي شاگرد پي. ايڇ. ڊي ڪري رهيا آهن.

هن شعبي ۾ ٻين ڪورسن کان سواءِ سنڌيءَ ۾ سرٽيفڪيٽ ۽ ڊپلوما ڪورس پڻ هلندڙ آهن. جڏهن ته سال 2013ع کان بلوچي ٻوليءَ جو سرٽيفڪيٽ ڪورس پڻ شعبي پاران شروع ڪيو ويو آهي. شعبي پاران ٻه قومي سطح جا سيمينار ڪرايا ويا، جن ۾ 1976ع ۾ 'سنڌي ادب ۾ نثر ۽ نظم جو واڌارو' ۽ 1981ع ۾ 'سنڌي ادب ڪلهه، اڄ ۽ سڀاڻي' شامل آهن، جن ۾ ڏيهي عالمن پنهنجا مقالا پيش ڪيا.

سنڌي شعبي پاران توسيعي ليڪچرن جو سلسلو به هلندڙ آهي، جنهن ۾ ٻرک عالم ۽ اديب شاگردن سان اچي پنهنجا خيال ونڊيندا رهيا آهن. انهن عالمن ۽ اديبن ۾ پير حسام الدين راشدي، سراج الحق، امداد حسيني، امر جليل، ڊاڪٽر قاسم ٻگهيو، علي احمد بروهي، جمال ابڙو، آغا سليم، غلام نبي مغل، تاج صحرائي، الطاف شيخ، ڊاڪٽر سحر امداد، ليمڻ ڪومل ڀاٽيا ۽ ٻيا شامل آهن.

هن شعبي پاران شاگردن جي ڪورس جي ڪتابن جي کوٽ کي پورو ڪرڻ لاءِ 'ورسٽي سنڌي پبليڪيشن' نالي اشاعتي سلسلو به ڪجهه وقت هليو، جنهن تحت ڪيترائي ڪتاب ڇپرايا ويا آهن، جن ۾:

’هٻڪار‘ (مضمون ۽ مقالا)، ’شبنم شبنم ڪنول ڪنول‘ (ڪهاڻيون: نسيم ڪرل)، ’چوٽيهون در‘ (نسيم ڪرل)، ’پشو پاشا‘ (جمال ابڙو)، ’مقدمہ ليفي‘ (تحقيق: ڊاڪٽر گربخشاڻي)، ’ٻلو دادا‘ (ڪهاڻيون: اياز قادري)، ’ڪويت ڪنارا‘ (سفرنامو: الطاف شيخ)، ’ٻهارن ڪي ڇنڊجو‘ (شاعري: قمر شهباز)، ’جي پيار هجي ها پاڇولو‘ (ڪهاڻيون: قمر شهباز) ۽ ’وهي ڪاتي جا پنا‘ (سوانح: لڇمڻ ڪومل) وغيره شامل آهن.

هن شعبي جي تعليمي معيار جي سنڌ ۾ وڏي ساک رهي آهي.

**سنڌي شعبو، ممبئي يونيورسٽي:** ممبئي يونيورسٽي، هندستان جي آڳاٽي يونيورسٽي آهي، جيڪا 1857ع ۾ قائم ٿي هئي. ممبئي يونيورسٽيءَ ۾ ’سنڌي شعبو‘، 15 جون 1974ع تي قائم ٿيو. پروفيسر رام پنجواڻي هن شعبي جو پهريون ريڊر ۽ هيڊ مقرر ٿيو ۽ 19 نومبر 1976ع تائين ساڳئي عهدي تي قائم رهيو. سندس رٽائرمينٽ کانپوءِ سنڌي شعبي جو ٽن سالن تائين ڪو بہ سربراهہ مقرر نہ ٿيو. 3 مارچ 1981ع تي ڊاڪٽر ارجن شاد ميرچنداڻي، سنڌي شعبي جي چارج سنڀالي ۽ ان جو ٻيو ريڊر ۽ هيڊ مقرر ٿيو. هن 20 اپريل 1985ع تائين شعبي جو ڪاروهنوار هلايو. ڪانئس پوءِ ڊاڪٽر اين. جي. پرياڻي، 8 آگسٽ 1985ع تي سنڌي شعبي ۾ ليڪچرر مقرر ٿيو ۽ کيس 13 سيپٽمبر 1990ع ۾ ريڊر مقرر ڪيو ويو ۽ ان عهدي تي 30 سيپٽمبر 1992ع ۾ رٽائرٽيڻ تائين فائز رهيو. 15 فبروري 1994ع تي ڊاڪٽر ٻلديو مٽلاڻي، بمبئي يونيورسٽيءَ ۾ سينئر اسڪيل ۾ ليڪچرر ٿيو ۽ 13 اپريل 1994ع تي سنڌي شعبي جو هيڊ مقرر ٿيو. ترت پوءِ سليڪشن ڪميٽيءَ 1 سيپٽمبر 1994ع تي ڊاڪٽر ٻلديو مٽلاڻيءَ کي ريڊر مقرر ڪيو. جنهن کانپوءِ ڊاڪٽر ٻلديو مٽلاڻيءَ کي ’ڪيريئر ائڊوانسمينٽ اسڪيم‘ (CAS) هيٺ 1 جون 1994ع تي ريڊر جو اسڪيل ڏنو ويو ۽ اهڙيءَ ريت 5 جولاءِ 2001ع تائين سنڌي شعبي جو هيڊ رهيو. جنهن بعد کيس ترقي ڏئي 1 سيپٽمبر 2002ع تي پروفيسر مقرر ڪيو ويو. ان کانپوءِ هڪ ڀيرو وري ڊاڪٽر ٻلديو مٽلاڻي 14 جون 2005ع کان 12 جون 2008ع تائين هن شعبي جو سربراهہ رهيو. ٽيون ڀيرو ڊاڪٽر ٻلديو مٽلاڻي 10 سيپٽمبر 2008ع کان 30 سيپٽمبر 2011ع تائين سنڌي شعبي جو هيڊ رهيو. هن 30 سيپٽمبر 2013ع تي رٽائر ڪيو آهي.

جڏهن تہ هن شعبي جو ٻيو سربراهہ ڊاڪٽر منوهر بختراءِ مٽلاڻي، 27 نومبر 1996ع تي سنڌيءَ جو ليڪچرر مقرر ٿيو. کيس 27 نومبر 2000ع تي سينيئر اسڪيل ليڪچرر طور ترقي ڏني وئي ۽ 6 جولاءِ 2001ع تي شعبي جي هيڊ جي ذميواري کيس ڏني وئي ۽ سندس سنڌي شعبي جي سربراهہ طور مدو 13 جون 2005ع تي پورو ٿيو. 27 نومبر 2005ع تي ائسوسيئيٽ پروفيسر ٿيو. ڊاڪٽر منوهر مٽلاڻي ٻيو ڀيرو 13 جون 2008ع کان 9 سيپٽمبر 2008ع تائين سنڌي شعبي جو سربراهہ رهيو. ان دوران ڀارت سرڪار جي HRD وزارت پاران ڊاڪٽر منوهر لال مٽلاڻيءَ کي NCPSL (National Council for the Promotion of Sindhi Language) نئين دهليءَ جي ڊائريڪٽر جي آڇ ڪئي وئي ۽ هو ڊيپوٽيشن تي 10 سيپٽمبر 2008ع تي هن اداري جو ڊائريڪٽر بڻيو، جنهن عهدي تي 27 جنوري 2010ع تائين رهيو. اتان واپسيءَ تي کيس ٻيهر 1 آڪٽوبر 2011ع تي سنڌي شعبي جو سربراهہ بنايو ويو جتي اڄ ڏينهن تائين سنڌي شعبي جو سربراهہ آهي.

سنڌي شعبي ۾ ايم. اي، ايم. فل، پي. ايڇ. ڊي، سنڌيءَ ۾ سرٽيفڪيٽ ڪورس، سنڌيءَ ۾ ڊپلوما ۽ ايڊوانسڊ ڊپلوما جي تعليم ڏني وڃي ٿي. هن شعبي پاران شاگردن جي ذهني صلاحيتن وڌائڻ ۽ کين ڄاڻ مهيا ڪرڻ لاءِ مختلف موضوعن تي سمپوزيم ۽ سيمينار ڪرايا ويندا آهن. گڏوگڏ سنڌي ادب جي ميدان ۾ تحقيق جون سهولتون پڻ ڏنيون وينديون آهن. سنڌي شعبي 1997ع کان پبلشنگ جو ڪم پڻ شروع ڪيو آهي ۽ هن شعبي پاران تحقيق تي ٻڌل 25 ڪتاب ڇپايا ويا آهن، جن مان اهم ڪتابن جو ذڪر هيٺ ڏجي ٿو:

(1) ’فن تحقيق ۽ ان جا اصول‘ (ڊاڪٽر ٻلديو مٽلاڻي: اردوءَ مان ترجمو: 1997ع)، (2) ’سنڌي لوڪ ادب‘ (ڊاڪٽر ٻلديو: 1998ع)، (3) ’Sindhi Midievel Literature‘ (ڊاڪٽر ٻلديو مٽلاڻي: 1998ع)، (4) ’سنڌي ڪهاڻي‘ (ڊاڪٽر منوهر لال مٽلاڻي: سال 2000ع)، (5) ’سنڌي ٻوليءَ جا هزار سال‘ (ڊاڪٽر منوهر مٽلاڻي: 2000ع)، (6) ’شاهہ عبداللطيف ڀٽائي‘ (ڊاڪٽر منوهر لال مٽلاڻي: نومبر 2001ع)، (7) ’گوبند مالهي- شخص ۽ اديب‘ (ڊاڪٽر منوهر لال بختراءِ مٽلاڻي: پي. ايڇ. ڊي ٿيسز: 2002ع)، (8) ’اساسي سنڌي شاعري‘ (ڊاڪٽر منوهر لال مٽلاڻي: ڊسمبر 2002ع)، (9) ’شاهہ ۽ سچل جو تقابلي اڀياس‘ (ڊاڪٽر ٻلديو مٽلاڻي: پي. ايڇ. ڊي ٿيسز: نومبر 2003ع)، (10) ’برطانوي دور ۾ سنڌي ادب‘ (مرتب: ڊاڪٽر منوهر لال مٽلاڻي: نومبر: 2003ع)، (11) ’اڳ نہ ڏٺو ڪڏهن‘ (سفرنامو: ڊاڪٽر ٻلديو مٽلاڻي: مارچ 2003ع)، (12) ’ادب ۽ تحقيق‘ (ٻلديو مٽلاڻي: 2008ع)، (13) ’سنڌي ادب جو سماجي ڪارج‘، (14) ’سنڌي ٻوليءَ جو اصل نسل ۽ ارتقا‘، (15) ’Sindhis- Gods’ Gift to Global Economy’ (Ram Buxani: 2007)، (16) The Indus Empire— History of Sindh (Prem Matlani)، (17) The Vignettes from Prem Matlani، (18) اڳڻ عجيبن جا (ٻلديو مٽلاڻي)، (19) Relavince of Sindh (Dr. Manohar Matlani)، (20) Bombay Presidency and Sindh (Dr. Manohar Matlani)، (21) سنڌي سرويچ (رام جواهراڻي)، (22) سچل جو رسالو (عثمان علي انصاري)، (23) ڏور جنين جو ڏيهہ (ڊاڪٽر ٻلديو مٽلاڻي)، (24) ساميءَ جا سلوڪ (ڀاڱو-1: يوڄراج ناگراڻي)، (25) ساميءَ جا سلوڪ (ڀاڱو 2: يوڄراج ناگراڻي) وغيره.

سنڌي شعبي ۾ بهتر تدريس لاءِ هر سال ڀاليسين جو جائزو وٺي نوان ڪورس بہ متعارف ڪرايا وڃن ٿا، جيئن ممبئي توڙي سڄي هندستان ۾ رهندڙ سنڌي شاگردن ۽ نئين ٽهيءَ جو ڌيان سنڌي ادب ۽ ٻوليءَ

سنڌي شعبو ممبئي يونيورسٽي

ڏانهن ڪجهي ۽ سنڌي پڙهڻ ۾ نئين ٽهيءَ جي دلچسپي پيدا ڪجي.

هن شعبي پاران بين الاقوامي يونيورسٽين مان شاگردن جا وفد گهرائي سنڌي شعبي جي شاگردن سان سندن گفتگو ڪرائي وڃي ٿي ته جيئن شعبي ۾ پڙهندڙ شاگرد ٻاهرين يونيورسٽين جي شاگردن جي تعليم اتان جي ماحول وغيره جو اندازو لڳائي سگهن. ان ڏس ۾ 20 آگسٽ 2004ع تي برطانيا مان شاگردن جي هڪ وفد کي دعوت ڏئي گهرايو ويو.

سنڌي شعبي جي استاد ۽ سربراهه ڊاڪٽر ٻلديو مٽلاڻيءَ ڪيترين بين الاقوامي ڪانفرنسن ۾ شرڪت ڪئي آهي، جهڙوڪ: (1) 23 کان 25 سيپٽمبر 2003ع تائين ڀارتيه وديا ڀون، نيويارڪ، آمريڪا ۾ هندستاني ادب بابت ڪانفرنس ۾ هن 'هندستاني ادب ۾ آيل تازن لاڙن' بابت سنڌي زبان ۽ جديد هندستاني ادب جي حوالي سان تقرير ڪئي. (2) 'سنڌي ائسوسيئيشن آف سدرن ڪئليفورنيا' پاران 5 آڪٽوبر 2003ع تي نارواڪ، ڪئليفورنيا، آمريڪا ۾ سڏايل ڪانفرنس ۾ هن 'سنڌي زبان جي ارتقا' بابت مقالو پڙهيو. (3) سنڌي ائسوسيئيشن يونائيٽيڊ ڪنگڊم، لنڊن پاران 23 کان 25 جولاءِ 2004ع تي گهرايل ٻارهين انٽرنيشنل سنڌي سميلن جي موقعي تي هن 'سنڌي ٻوليءَ جي تحفظ ۽ سلامتيءَ' بابت ليڪچر ڏنو. (4) 'ورلڊ سنڌي ڪانگريس' جي 31 جولاءِ 2004ع تي لنڊن ۾ ٿيل ڪانفرنس ۾ هن 'سنڌي ڪلچر جي سيڪيولر روايتن جي احياءَ' بابت مقالو پڙهيو. (5) ٽورنٽو، ڪئناڊا ۾ سنڌي ائسوسيئيشن آف آمريڪا جي ٻاويهين سالياني ڪنوينشن، 30 جون کان 3 جولاءِ 2006ع ۾ سنڌي ٻوليءَ جي ترقي ۽ تحفظ بابت مقالو پيش ڪيو.

اهڙيءَ ريت ڊاڪٽر منوهر مٽلاڻيءَ کي پڻ سنڌي شعبي جي هيڊ طور مختلف ڪانفرنسن ۾ گهرايو پئي ويو آهي. مثلاً: (1) ڊيلاس، ٽيڪساس، آمريڪا ۾ سانا جي چوويهين سالياني ڪنوينشن، جولاءِ 2008ع ۾ ڊاڪٽر منوهر لال مٽلاڻيءَ 'ڀارت ۾ سنڌي ٻوليءَ جي ترقي ۽ واڌاري' بابت مقالو پڙهيو. (2) هن وزيٽنگ پروفيسر طور ٽوڪيو يونيورسٽي آف فارين اسٽڊيز، جپان ۾، 16 آگسٽ کان 22 سيپٽمبر 2008ع تائين جپاني شاگردن کي سنڌي زبان سيکاري.

سنڌي شعبي، بمبئي يونيورسٽيءَ ۾ هن وقت تائين سنڌي ادب ۾ تحقيق تي، هيٺينءَ ريت پي. ايڇ. ڊي جون ڊگريون ڏنيون ويون آهن:

(1) سنڌي لوڪ ادب ۾ سماجي پسمنظر (نارائڻ ڀارتي: 1978ع)
(2) شاهه لطيف جي شاعريءَ ۾ استريءَ جو چٽ (موتي پرڪاش: 1981ع)
(3) سنڌي ناول جي اوسر (چندو لعل جڳڻ سنگهاڻي: 1982ع)
(4) سنڌي ڊراما جي اوسر (پريم سنگهه ميلسنگهاڻي: 1986ع)
(5) سنڌي شاعريءَ ۾ عورت جو چٽ (ڪملا گوڪلاڻي: 1993ع)
(6) شاهه ۽ سچل جو تقابلي مطالعو (ٻلديو مٽلاڻي: 1994ع)
(7) ٻنيءَ جا لوڪ گيت (ڄينو لالواڻي: 1996ع)
(8) سنڌي ٻالڪ ساهتيه (هوندراج ٻلواڻي: 1996ع)
(9) گوبند مالهي- شخص ۽ اديب (منوهر مٽلاڻي: 1998ع)
(10) 'سامي هڪ ويدانتي شاعر' (وندنا رامواڻي: 2000ع)،
(11) 'ڀارت جي سنڌي شعر ۾ ورهاڱي جي تصوير' (جڳديش لڇاڻي: 2002ع)،
(12) هندستان ۾ سنڌي ٻوليءَ ۾ آيل تبديل (يوجراج ليکواڻي: 2002ع)
(13) سنڌي لفظن جو تاريخي اڀياس (پونم سي. ٻيلاڻي: 2003ع)
(14) سنڌي ادب ۾ چيٽمل پرسرام جي ڏين (انيتا ڏوڙيجا: 2010ع)
(15) رام پنجواڻي- شخص ۽ فنڪار (رام جواهراڻي: 2013ع)

هن وقت هيٺيان شاگرد سنڌي ڊپارٽمينٽ ۾ هيٺين موضوعن تي پي. ايڇ. ڊي ڪري رهيا آهن:

(1) چندر ٺڪر (سنڌي موسيقي ۽ شاهه لطيف)
(2) راجيشري ٽيڪچنداڻي (گرونانڪ ۽ سنڌي ساهتيه)
(3) راجڪمار موهناڻي (ڪشنچند بيوس هڪ شاعر)
(4) ڪاجل رامچنداڻي (پرواسي سنڌين جو اڀياس)
(5) روينا سيلاني (ساڌو ٽي. ايل. واسواڻي، محبت جو مسيحا)
(6) مهاديو لوهاڻو (سچل سائين هڪ انقلابي صوفي شاعر)

هن شعبي مان هيٺين اديبن ايم. فل جون ڊگريون حاصل ڪيون آهن:

(1) ٻلديو مٽلاڻي (سچل جون واديون: 1985ع)
(2) مينا روپچنداڻي (جديد سنڌي شاعريءَ جو باني: بيوس)
(3) جڳديش لڇاڻي (سنڌي ڪهاڻيءَ جي اوسر: 1985ع)
(4) منوهر لال مٽلاڻي (شاهه جا سورما: 1990ع)
(5) لڇمڻ چانڊواڻي (سنڌي لوڪ چوڻيون: 1990ع)
(6) مينا شهدادپوري (سنڌي ڪهاڻيءَ جي وڪاس ۾ موهن ڪلپنا جو يوگدان: 1990ع)
(7) نيلم موٽواڻي (ساميءَ جا سلوڪ: 1996ع)
(8) هري دلگير- شخص ۽ شاعر (آشا رنگواڻي: 1996ع)
(9) رام پنجواڻي- شخص ۽ اديب (انيتا ڏوڙيجا: 2000ع)
(10) ڊاڪٽر ديال آشا- هڪ شخص (ڪيرتي روپاڻي: 2013ع)

رام جوهراڻي 'رام پنجواڻي- شخص ۽ ڪلاڪار' جي موضوع تي هن شعبي مان پي. ايڇ. ڊي ڪري رهيو آهي. ان ڪانسواءِ بمبئي يونيورسٽيءَ جي سؤ سالا جشن جي موقعي تي سنڌي شعبي پاران، 6 مارچ 2007ع تي 'Relevance of Sindhyat in Modern Times' جي عنوان سان بين الاقوامي سيمينار منعقد ڪيو ويو. مرهٽي ڀاشا ڀون وديانگري ڪئمپس ۾ منعقد ٿيل هن سيمينار جو افتتاح يونيورسٽيءَ جي وائيس چانسلر وجئہ کولهيءَ ڪيو. ان سيمينار ۾ سنڌ مان مظهرالحق صديقي (وائيس چانسلر، سنڌ يونيورسٽي)، امر جليل (وائيس چانسلر، علامه اقبال اوپن يونيورسٽي اسلام آباد) پڻ شريڪ ٿيا هئا.

سنڌي شعبي، بمبئي يونيورسٽيءَ، 1994ع کان 2003ع تائين

قومي سطح جا 9 سيمينار منعقد ٿي چڪا آهن:

1. Sufism in Sindhi Poetry (20 March, 1994)
2. Growth of Sindhi Language (18 May, 1994)
3. Development of Sindhi Language upto 1947 (10 March, 1995)
4. Development of Sindhi Literature in India after Independence' (Part I), (21 Nov, 1995)
5. Development of Sindhi Literature in India after Independence" (Part II), (8 March, 1996)
6. Sindhyat in Sindhi Literature (27 January, 1997)
7. Millenium of Sindhi Language (21 February, 2000)
8. Classical Sindhi Poetry (21 March, 2002)
9. Sindhi Prose in British Period (29 January, 2003)

اهڙيءَ طرح 1997ع کان 2013ع تائين بين الاقوامي سطح جا 11 سيمينار منعقد ڪرايا آهن.

Sindhi Folk Literature (2 December, 1997)
Sindhi Short Story (4 December, 1998)
Shah Abdul Latif Bhittai- A Mystic Poet (9 January, 2001)
Social Role of Sindhi Literature (21 March, 2004)
Origin & Evolution of Sindhi Language (1 March, 2005)
Media & Sindhi Language (1 March, 2006)
Relevance of Sidhyat in Morden Time (6 March, 2007)
Bombay Presidency, Sindh and Sindhis (11 March, 2008)
Sindhyat Essence of Secularism (22 ‘January, 2009)
Global Sindhis & World Peace (28 March, 2011)
Global Sindhis & World Peace (11 March, 2013)

سنڌي شعبي ۾ شاگردن جي مطالعي لاءِ 'جواهر لعل نهرو ڊپارٽمينٽل لائبريري' قائم ٿيل آهي، جتي سنڌي ادب سميت تاريخ تي ڄاڻ ڏيندڙ سڀ ڪتاب ميسر ڪري رکيا ويا آهن.

سنڌي شعبي ۾ يونيورسٽيءَ جي اعلان ڪيل ايڊميشن ٽيسٽ جي ذريعي داخلا ڪئي وڃي ٿي. مجموعي طور هندستان اندر هن شعبي جون سنڌي ادب ۽ ٻوليءَ جي تدريس ۽ تحقيق لاءِ ڳڻڻ لائق خدمتون آهن.

**سنڌي شعبو، وفاقي اردو يونيورسٽي ڪراچي**: وفاقي اردو يونيورسٽي، ڪراچي، پاڪستان سرڪار پاران 13 نومبر 2002ع ۾ قائم ڪئي وئي. ان جو هيڊڪوارٽر اسلام آباد ۾ آهي، پر وائيس چانسلر، رجسٽرار ۽ ٻيو عملو ڪراچيءَ جي گلشن اقبال واريءَ ڪيمپس ۾ ويهندو آهي. هن يونيورسٽيءَ جي هن ڪئمپس کان سواءِ ڪراچيءَ ۾ مولوي عبدالحق ڪئمپس ۽ هڪ ڪئمپس اسلام آباد ۾ آهي. يونيورسٽيءَ جو سنڌي شعبو عبدالحق ڪئمپس ۾ آهي. ياد رهي ته وفاقي اردو يونيورسٽي ٻهرين ڪاليج هئي، جيڪو باباءِ اردو مولوي عبدالحق قائم ڪيو هو. اڳتي هلي وفاقي اردو آرٽس ڪاليج ۽ وفاقي اردو سائنس ڪاليج هڪ ئي انتظام هيٺ ڌار ڌار عمارتن ۾ هلڻ لڳا. ابتدا کان وٺي وفاقي اردو آرٽس ڪاليج ۾ سنڌي شعبو به قائم هو. جڏهن هن اداري کي 2002ع ۾ يونيورسٽي بڻايو ويو ته سنڌي شعبي کي به برقرار رکيو ويو. يونيورسٽي ٺهڻ کان پوءِ شعبي جو پهريون سربراهه پروفيسر علي بخش ڀٽ بڻيو، جنهن کانپوءِ جنوري 2006ع کان جولاءِ 2012ع تائين ڊاڪٽر عنايت حسين لغاريءَ ان جو چيئرمئن ٿيو ۽ جولاءِ 2012ع کان اڄ تائين ڊاڪٽر ڪمال جامڙو شعبي جو چيئرمئن آهي.

هن وقت سنڌي شعبي ۾ بي.ايس (چئن سالن وارو پروگرام) ايم. اي، ايم. فل ليڊنگ ٽو پي.ايڇ. ڊي پروگرام هلايو پيو وڃي. سال 2013ع کان ايم. اي (سنڌي) پرائيويٽ به شروع ڪئي وئي آهي. شعبي پاران سيمينار ۽ ڪانفرنسون به ڪرايون وينديون آهن. ان کانسواءِ هڪ ڇهه ماهي تحقيقي جرنل 'ڪارونجهر' به شايع ڪيو وڃي ٿو، جنهن جا هن وقت تائين 8 شمارا ڇپجي چڪا آهن. هن جرنل ۾ سنڌي ٻولي ۽ ادب بابت مقالا ڇاپيا وڃن ٿا.

اردو يونيورسٽيءَ جي سنڌي شعبي ٿورڙي عرصي ۾ تمام گهڻي ترقي ڪئي آهي، اهو ئي ڪارڻ آهي، جو هن شعبي ۾ شاگردن جو تعداد وڌندو رهي ٿو.

هن وقت شعبي جي مستقل استادن ۾ ڊاڪٽر ڪمال جامڙو (چيئرمئن)، ڊاڪٽر عنايت حسين لغاري ۽ محترمه سيما ابڙو شامل آهن. جڏهن ته اعزازي استادن ۾ پروفيسر ڊاڪٽر خورشيد عباسي، ڊاڪٽر عبدالرحمان جسڪاڻي، عابده گهانگهرو ۽ علي جان ٻرڙو شامل آهن.

**سنڌي، شيخ عبدالمجيد**: شيخ عبدالمجيد سنڌي، سنڌ جو اهو مقتدر ۽ نامور قومي سياستدان هو، جنهن ننڍي کنڊ ۽ خاص ڪري سنڌ جي سياسي ۽ سماجي تاريخ تي پنهنجي علم، دانائيءَ ۽ بصيرت جا اڻمٽ نقش ڇڏيا آهن ۽ سندس



خدمتون سنڌي قوم صدين تائين وساري نه ٿي سگهي. سائين جي. ايم. سيد، پنهنجي ڪتاب 'جنب گذاريم جن سين' ۾ شيخ صاحب لاءِ لکيو آهي ته مرحوم غلام محمد ڀرڳڙيءَ جي وفات کانپوءِ سنڌ جي زميندار ۽ وڪيل طبقي جي اڪثر سياستدانن لالچ ۽ خودغرضيءَ ۾ وڪامجي، ظالم جي رعب، دٻدٻي ۽ ڌڙڪي کان هيسجي، قوم کي وساري ڇڏيو هو. ان وقت هي (شيخ عبدالمجيد سنڌي) واحد فرد هو، جو گذريل ڪيترن سالن جي سياسي عرصي ۾ نه ڪنهن طاغوتي طاقت کان ڊڄي حق گوئيءَ کان ڪناره ڪش ٿيو ۽ نه وري عهدن جي لالچ، پئسي جي حرص، عزت جي بک ۽ فاقاڪشيءَ جي تڪليف ڪيس

گمراهه ڪري سگهيا. هي صاحب گذر جي تنگي، عوام جي بي قدري ۽ حڪومت جي مخالفت جي باوجود پنهنجو آواز بلند ڪندو رهيو. سنڌ جي اڪثر سياستدانن جا عمدا ڪارناما تارازيءَ جي هڪ پڙ ۾ وجهبا ۽ شيخ صاحب جا ٻئي پڙ ۾، ته شيخ صاحب جو پاسو سوايو ٿي ويندو."

شيخ عبدالمجيد سنڌيءَ جا وڏا اصل سيوهڻ کان لڏي ٺٽي ۾ اچي وينا هئا. هو قانون گو، عامل ڪٽنب جي نرباڻي پاڙي مان هو. سندس والد ديوان ليلارام، روينيو کاتي ۾ ملازم هو. سندس والده جو نالو ليلان هو. سندن گهر ٺٽي شهر جي ٽندسر محلي ۾ هو. جتي ليلارام ۽ سندس ٻه پائر ڪٽنب سميت رهندا هئا.

شيخ عبدالمجيد جو اصل نالو ڇينانند هو ۽ پاڻ تاريخ 7 جولاءِ 1889ع مطابق 8 ذوالقعد 1306هه، آچر ڏينهن جنم ورتو. شيخ صاحب پنهنجي والدين جو چوٿون ٻار هو. سندس وڏي ڀيڻ اڳ ئي گذاري وئي هئي، ٻي وڏي ڀيڻ جو نالو ڪرشنا هو. جڏهن ته سندس وڏي ڀاءُ جو نالو گيانچند هو.

شيخ صاحب کي ٺٽي جي ورنيڪيولر اسڪول ۾ پهرئين ڪلاس ۾ داخل ڪيو ويو. سنت ئي ديوان ليلارام کي پنهنجي ننڍي ڀاءُ ديوان ٽلو مل سان گڏ ڪراچيءَ وڃڻو پيو. ڇاڪاڻ ته روينيو کاتي جي ملازمت مان رٽائر ڪرڻ ڪانپوءِ کيس ڪراچي ميونسپالٽيءَ ۾ ٽپيداري ڏني وئي هئي. ڪراچيءَ ۾ سندن رهائش ڪاريدر جي علائقي ۾ هئي. ڪراچيءَ ۾ شيخ صاحب کي بولٽن مارڪيٽ جي هڪ پرائمري اسڪول ۾ داخل ڪيو ويو. شيخ صاحب اسڪول ۾ پنهنجي ڪلاس ۾ تمام هوشيار، محنتي ۽ پابند شاگرد هو. انهن ئي ڏينهن ۾ ڪراچيءَ ۾ پليگ جي بيماري منهن ڪڍيو، جنهنڪري ڪيترا موت ٿيا. ان حالت ۾ ماڻهن ڪراچيءَ مان لڏڻ شروع ڪيو. شيخ صاحب جا ٻه سئوٽ به ان وبا جو شڪار ٿي گذاري ويا. سندس خاندان ڪاريدر واري جاءِ ڇڏي بات آئليند واري جڳهه ۾ منتقل ٿي ويو. ان وقت ڪراچي ميونسپالٽيءَ ۾ ٺٽي جي عاملن جو وڏو اثر رسوخ هو. انهن ڪراچيءَ ۾ پنهنجي جدا ڪالوني جوڙائي، جيڪا اڄ به ٺٽائي ڪمپائونڊ جي نالي سان مشهور آهي. پليگ جي وبا وقت ديوان ليلارام پنهنجن ٻنهي فرزندن- گيانچند ۽ ڇينانند کي پنهنجي ڀيٽويي ايسرداس وٽ ميرپور ساڪري موڪلي ڇڏيو. جيڪو ان وقت اتان جو مختيارڪار هو. ميرپور ساڪري ۾ ٻئي ڀائر ڪجهه عرصي تائين تعليم حاصل ڪندا رهيا، جتان وري ڪين ٺٽي ۾ اچڻو پيو ۽ اسڪول ۾ داخلا وٺڻي پئي. ديوان ليلارام 1905ع ۾ وفات ڪري ويو. جنهنڪري سندس ڪٽنب جي پالنا جو بار سندس ڀائرن ۽ ڀيٽويي جي ڪلهن تي پيو. 1905ع ۾ شيخ صاحب جي وڏي ڀاءُ کي ڪراچي ميونسپالٽيءَ ۾ نوڪري ملي وئي، جنهنڪري شيخ صاحب کي پڙهائي جي اعليٰ تعليم حاصل ڪرڻ جي سلسلي ۾ ڪراچيءَ وڃڻو پيو. جتي کيس اين. جي. وي هاءِ اسڪول ۾ ڇهين جماعت ۾ داخل ڪرايو ويو.

سندس طبيعت جو لاڙو ننڍپڻ کان وٺي حق جي ڳولا طرف رهندو هو. هميشه پنڊتن ۽ بزرگن جي مجلسن ۽ صحبتن جو خواهشمند هوندو هو. سندس اسلام ڏانهن راغب ٿيڻ جو پسمنظر بيان ڪندي جي. ايم. سيد شيخ صاحب جي زباني ٻڌل هيٺيان ٽي واقعا بيان ڪيا آهن: (1) ننڍي هوندي اسڪول ويندي مسڪين شاهؒ جي مقبري جي پر ۾ بنا سمجهه ۽ ويچار جي ويهي، ان طرف ڏسي پوءِ اڳتي ويندو هو. (2) هڪ ڀيري هندن جي ٻن فرقن، سناتن ڌرم ۽ آريا سماج جي وچ ۾ مذهبي بحث لاءِ سميلن ڪوٺيو، جنهن ڪي ٻڌڻ لاءِ هي به ويو. اتي ڌنائين ته ٻئي هڪٻئي تي سخت نقطه چيني ڪري رهيا آهن. جيڪا ڳالهه کيس پسند نه آئي ۽ غمگين ٿي گهر پهتو. ڀيڻ جي پڇا تي غمگينيءَ جو ڪارڻ اهو ٻڌايائين ته مذهبي ڳالهين ۾ هڪٻئي کان جدا راءِ رکڻ تي حملا ڪرڻ نيڪ ڪم ناهي. مسلمان جيڪڏهن ڌار مذهب رکن ٿا ته انهن کي برو ڀلو چوڻ نه گهرجي. سندس ڀيڻ کيس جواب ڏنو ته توهان نيڪ چئو ٿا، هر مذهب ۾ خوبيون آهن، مسلمانن ۾ به عمديون ڳالهيون آهن. کيس ڀيڻ جي اها ڳالهه ڏاڍي وڻي. (3) هڪ ڀيري کيس ٻه ڪتاب مليا، بائبل ۽ قرآن. جيڪي هن ميز تي رکي پڙهڻ شروع ڪيا. هندو ڇوڪرا قرآن ڏسي مٿس کلون ڪرڻ لڳا ته تون مسلمان آهين ڇا. جو اهو ڪتاب پڙهين پيو. سندن اهڙي بيجا روش هن جي دل ۾ سخت ردعمل پيدا ڪيو.

شيخ صاحب ننڍپڻ کان وٺي حق ۽ سچ جو ڳولائو هو. سندس خاندان جيتوڻيڪ مذهبي قسم جو هو، پر ٻارن کي ڪا باقاعدي مذهبي تعليم نه ڏني ويندي هئي، سندس خاندان اصل سناتن ڌرم جو پوئلڳ هو، پر عملي طور سيئي آريا سماج جا پوئلڳ هئا. بهرحال مذهبي تعليم نه هئڻ جي باوجود شيخ صاحب پنهنجن دوستن سان گڏجي مندرن ۾ پوڄا پاٺ لاءِ ويندو هو. سندس طبيعت ۾ اسلام ڏانهن لاڙو اسڪول جي زماني کان ئي ٿيو.

جڏهن شيخ صاحب مئٽرڪ پاس ڪئي ته مسٽر ڏيپچند اوجها وڪيل وٽ وڃي ڪلارڪ ٿي ڪم ڪرڻ لڳو. ان زماني ۾ منجهس مذهبي تعصب جي خلاف ردعمل پيدا ٿيڻ لڳو. سنڌ مذهبي رواداريءَ جو ملڪ هو، پر ان دور ۾ سياسي اثرن هيٺ آريا سماجي هڪ طرف هندو مذهب کي زور وٺائڻ لاءِ پرچار ڪرڻ لڳا هئا ته ڪن مسلمان مولوين وري سندن رد ۾ تبليغ شروع ڪئي هئي. شيخ صاحب جيئن ته هڪ هندو گهر ۾ پيدا ٿيو هو، ان ڪري سندس دل ۾ اهڙي ماحول خلاف ردعمل پيدا ٿيو ان دور ۾ ميونسپل آڪٽراءِ جي ڪلارڪ تاج محمد مير محمد بلوچ سان سندس وڏي ڀاءُ گيانچند جي معرفت واقفيت ٿي، جنهن سان هن اسلام جي خلاف هندن جو نقط نظر پيش ڪيو. جنهن تي هن شيخ صاحب کي اسلام جي خوبين کان واقف ڪرڻ شروع ڪيو. سندس دل دنيائي خيال ۾ ڪو انقلابي قدم کڻڻ لاءِ تيار بيٺي هئي، رڳو ان کي عملي جامو پارائڻ جي دير هئي. 10 فبروري 1908ع تي هن

اوچتو فيصلو ڪيو تہ هو مسلمان ٿيندو. نوڪريءَ تان استعيفا ڏئي مليل پگهار جا پئسا وهاڻي هيٺان رکي، چٺي رکي، حيدرآباد ۾ مرحوم شيخ عبدالرحيم وٽ وڃي نڪتو. پئسا ان ڪري گهر ڇڏي ويو تہ متان ڪو سمجهي تہ پئسن جي لالچ تي مسلمان ٿيو آهي. شيخ عبدالرحيم انهن ڏينهن ۾ نوجوان تعليم يافتہ هندن کي مسلمان بنائڻ جي مهم ۾ رڌل هو، هن کيس مسلمان ڪري سندس نالو عبدالمجيد رکيو ۽ کيس مهيني ٻن لاءِ لُڌياني طرف موڪلي ڇڏيو، جتان شيخ صاحب موٽي ڪراچي آيو، پر اتي حالتون سازگار نہ ڏسي حيدرآباد ۾ اچي رهڻ لڳو.

انهن ڏينهن ۾ رئيس غلام محمد خان ڀرڳڙيءَ 'الامين' اخبار جاري ڪئي هئي، هن شيخ عبدالمجيد کي ايڊيٽر ڪري رکيو. اڳتي هلي رئيس غلام محمد خان کيس پنهنجو سياسي ڪمن لاءِ سيڪريٽري مقرر ڪيو ۽ 1914ع کان 1916ع تائين شيخ صاحب انهن ڪمن کي سنڀاليندو رهيو.

ان کان اڳ، مولانا عبيدالله سنڌيءَ ملڪ جي آزاديءَ خاطر جڏهن ڪم ڪرڻ شروع ڪيو ۽ جنگ شروع ٿيڻ بعد انگريزن کيس گرفتار ڪرڻ چاهيو تہ هو چند دوستن سان گڏ سرحد ٽپي افغانستان وڃي پهتو، جتان هندستان جي سياسي ڪارڪنن سان رابطي قائم رکڻ خاطر وقت بوقت خط و ڪتابت پيو ڪندو هو. ان وقت مولانا سنڌيءَ هڪ خط ريشمي رومال تي لکي، قميص جي اندران سبي، هندستان موڪليو، جيڪو پڪڙجي پيو. اُهو بعد ۾ 'سلڪ ليٽر منصوبي' جي نالي سان مشهور ٿيو. اُن ۾ جاڳايل ڪارڪنن يا واسطي رکندڙ ماڻهن مان شيخ عبدالمجيد کي بہ هڪ سمجهي، کيس هلائي، 1916ع ۾ گرفتار ڪري رتناگري جيل ۾ رکيو ويو. جيل دوران ئي کيس نياڻي ڄائي، پر سندس گهرواري گذاري وئي. اها خبر جڏهن شيخ صاحب کي جيل ۾ پهچائي ڪانئس پڇيو ويو تہ ڇا هو پيرول تي آزاد ٿي جيل کان ٻاهر اچي پنهنجي رفيقہ حيات جو آخري ديدار ڪرڻ پسند ڪندو تہ هن اهو چئي انڪار ڪيو تہ اسلام جي هڪ سچي سپاهيءَ جو ٻهريون رشتو الله جي خوشنودي آهي ۽ جيڪڏهن الله کي اهو منظور هو تہ منهنجي پياري بيگم مون کي جدائيءَ جو داغ ڏئي آخرت جو سفر اختيار ڪري تہ ان لاءِ رب جي رضا تي قائم ۽ شاڪر رهڻ مناسب آهي. شيخ صاحب جيل ۾ ٽي سال رهيو، جتان فبروري 1919ع ۾ آزاد ٿيو. پر سگهوئي مٿس ٻيو ڪيس احمدآباد ستياگره جي ڏينهن ملهائڻ ڪري، مکي جيٺانند، ڊاڪٽر چوئٿرام، سوامي گووند آنند ۽ جيٺمل پرسرام سان گڏ داخل ڪيو ويو، جو بعد ۾ ٽن مهينن ڪانپوءِ سرڪار تنبيهہ ڏيڻ بعد ڪڍائي ورتو. شيخ صاحب 7 کان 9 فبروري 1920ع واري لاڙڪاڻي ۾ منعقد ٿيل خلافت ڪانفرنس ۾ شرڪت ڪئي، جتي سندس جي. ايم. سيد سان واقفيت ٿي ۽ سن ۾ 17 مارچ 1920ع تي سڏايل خلافت ڪانفرنس ۾ هن بہ ٻين ڪيترن سياستدانن سان گڏ شرڪت ڪري پرجوش تقرير ڪئي. ان ڪانپوءِ سگهوئي، خلافت تحريڪ جي سلسلي ۾ مٿس ڪيس هلائي، 1121 ب. ڦ هيٺ کيس ٻن سالن جي سزا ڏني وئي، جيڪا ڪاٽي، 23 جون 1923ع تي آزاد ٿي وري اچي خلافت ۽ ملڪ جي آزاديءَ جي ڪمن ۾ حصو وٺڻ لڳو. حڪومت ناراض ٿي ڪانئس 12 مهينن لاءِ سياسي سرگرمين کان پري رهڻ جي ضمانت گهري، جيڪا نہ ڏيڻ ڪري وري بہ کيس 12 مهينن لاءِ جيل اماڻيو ويو، جتان ڊسمبر 1924ع ۾ آزاد ٿيو.

ان وچ ۾ مهاتما گانڌيءَ جي سول نافرماني تحريڪ بند ڪرڻ، هندو مسلم اختلاف پيدا ٿيڻ ۽ ترڪن جي خلافت کي ختم ڪرڻ سبب ملڪي فضا بدلجي چڪي هئي ۽ سياسي ڪارڪنن پنهنجو ڌيان سماجي ڪمن طرف موڙي ڇڏيو هو. شيخ عبدالمجيد سنڌيءَ بہ زياده تر وقت هيٺين ٽن ڪمن ۾ صرف ڪيو:

- 'الوحيد' اخبار جي ذريعي عوامي بيداري ۽ مسلمانن جي تعليم ۽ تنظيم لاءِ پرچار ڪندو رهيو.
- هڪ تنظيمي پروگرام تيار ڪري سنڌ ۾ ورهايائين ۽ الوحيد ذريعي مسلمانن کي ان تي عمل ڪرڻ جي اپيل ڪيائين.
- سنڌ اندر جيڪي نوجوان پڙهيل هندو مسلمان ٿي چڪا هئا، تن لاءِ روزگار جي وسيلن مهيا ڪرڻ، تعليم ڏيارڻ، آباد ڪرڻ، تنظيم هيٺ آڻڻ ۽ کين صحيح اسلامي تعليمات کان آگاهہ ڪرڻ لاءِ، 1926ع ۾ هڪ نومسلم ڪانفرنس سڏايائين.

شيخ صاحب الوحيد کي مسلمانن جي بيداري ۽ تنظيم لاءِ هڪ ادارو بنائي ڇڏيو. سنڌ مان ڪيترا نوجوان ڪارڪن ان ۾ اچي گڏ ڪيائين. شيخ عبدالسلام، ميرالهبخش خان ٽالپر، قاضي خدابخش (موري وارو)، قاضي عبدالرحمان، دين محمد عليگ، مولانا دين محمد وفائي هن اداري جا سرگرم ڪارڪن ٿي ڪم ڪرڻ لڳا.

خلافت تحريڪ جي وقت ۾ شيخ صاحب جي مولانا محمد علي جوهر ۽ مولانا شوڪت عليءَ سان واقفيت پيدا ٿي هئي، ان ڪري کيس ٻاهر هندستان جي وڏن سياسي جلسن ۾ گهرائڻ جي ڇڪ ٿيڻ لڳي. ان ڏس ۾ شيخ صاحب جن مکيہ اجلاسن ۾ حصو ورتو يا نمائندگي ڪئي، تن مان ڪي هيٺ ڏجن ٿا.

- آل انڊيا آل پارٽيز ڪانفرنس، 16 نومبر 1929ع، الهہ آباد ۾ مسلم پارٽيز جي نمائندي طور شريڪ ٿيو.
- آل پارٽيز مسلم يونٽي ڪانفرنس جي هڪ اجلاس جي صدارت ڪيائين ۽ ٻئي ۾ شريڪ رهيو، جنهن جي صدارت راجا آف سليمپور ڪئي هئي.
- آل انڊيا خلافت ڪانفرنس، اجمير جي صدارت ڪيائين.
- ڪراچيءَ ۾ 18 اپريل 1930ع تي، 'آزاد سنڌ ڪانفرنس' ٿي، جنهن جي صدارت ڪيائين.
- الوحيد دوران ۽ آل انڊيا جماعتن ۾ نهرائن پيش ڪرڻ وسيلي، سنڌ کي بمبئيءَ کان جدا ڪرڻ لاءِ سرتوڙ ڪوشش ڪيائين.

10 سيپٽمبر 1930ع تي، بمبئي ڪائونسل جي چونڊ ۾ مسلمان ووٽرن شيخ صاحب کي ڪراچي ضلعي جو نمائندو ڪري موڪليو. 1933ع ۾ غازي عبدالقيوم نالي هڪ پٺاڻ، نٿورام نالي هڪ هندوءَ کي پيغمبر صلعم خلاف توهين آميز ڪتاب لکڻ ڪري چيف ڪورٽ ۾ ڪيس هلندي، قتل ڪري ڇڏيو. متس ڪيس هليو ۽ ڪيس ڦاسيءَ جي سزا ملي.

مسلمانن ڦاسيءَ کانپوءِ قبرستان مان سندس جنازو ڪڍي جلوس ڪڍيو. حڪومت کي خطرو ٿيو ته متان هندو مسلم فساد ٿي پوي، ان ڪري جلوس تي بندش وڌي وئي، جوشيلن مسلمانن حڪم مڃڻ کان انڪار ڪيو. نتيجي ۾ پوليس جلوس تي گولي هلائي، جنهن ۾ 64 مسلمان شهيد ٿي ويا. اهو ڪم هڪ خردماغ انگريز ڪمشنر گبسن ڪرايو هو. مسلمانن انڪوائري ڪاميٽي ويهارڻ جي گهر ڪئي هئي، پر سرڪار ان ڳالهه کي ٻڌو اڻ ٻڌو ڪري ڇڏيو. اهڙين حالتن ۾، بمبئي ڪائونسل جي اجلاس ۾ سنڌ جي مسلمان عيوضين مان ڪنهن کي به صدمو نه آيو. پر اهو صرف شيخ عبدالمجيد سنڌي هو، جنهن سرڪار جي لاپرواهيءَ تي احتجاج طور 1933ع ۾ استعيفا ڏني ۽ مسلمانن ڪيس بنا مخالفت جي ٻيهر اسيمبليءَ ۾ چونڊي موڪليو.

سنڌ جي بمبئيءَ کان جدائيءَ تائين شيخ صاحب بمبئي ڪائونسل ۾ سنڌ جي عوام جي نمائندگي ڪندو رهيو. جيتوڻيڪ سنڌ جا اڪثر ميمبر شخصي غرضن، عهدن ۽ لالچن خاطر قومي سوالن ۾ اڪيون پوري سرڪار جو ساٿ ڏيندا آيا. سنڌي مسلمانن جي ليڊر سر شاهنواز ڀُٽي بمبئيءَ کان سنڌ کي جدا ڪرڻ جي سوال تي صوبائي رفارمس ڪميٽيءَ آڏو ان جي خلاف ووٽ ڏنو. صرف ميران محمد شاهه اختلافي نوٽ ۾ سنڌ جي جدائيءَ جي حمايت ڪئي. آخر 1937ع ۾، جڏهن 1935ع واري آئين مطابق سنڌ کي ڌار صوبو تسليم ڪيو ويو ۽ سنڌ اسيمبليءَ جون پهريون چونڊون ٿيون ته سر شاهنواز ڀُٽي کي سندس گهرواري تڪ ۾ گورنر جي صلاحڪار هئڻ جي باوجود شيخ عبدالمجيد سنڌي شڪست ڏيڻ ۾ ڪامياب ٿيو. هو سنڌ آزاد پارٽيءَ جي ٽڪيٽ تي اميدوار بيٺو هو، جنهن پارٽيءَ جا ٽي ميمبر چونڊجي آيا. هڪ شيخ عبدالمجيد سنڌي، ٻيو محمد يوسف چانڊيو ۽ ٽيون پير غلام حيدر شاهه بلڙيءَ وارو. پر چونڊن کانپوءِ اهي ڦري وڃي سرڪار جي طرف ٿيا، شيخ صاحب سر غلام حسين هدايت الله کان مسلم ليگ ۾ اچڻ جو واعدو وٺي سندس طرفدار ٿيو. ان کانپوءِ هو سمورو وقت مسلم ليگ جو سرگرم ڪارڪن رهندو آيو. 1938ع ۾ مسلم ليگ جي ڪراچيءَ ۾ شاندار ڪانفرنس منعقد ٿي، جنهن جي سڏائڻ ۾ شيخ صاحب جو وڏو هٿ هو. هيءَ ڪانفرنس جناح صاحب جي صدارت هيٺ ٿي هئي، جنهن ۾ سر سڪندر حيات، فضل الحق، سردار اورنگزيب، سر سعدالله خان، نواب اسماعيل خان، چوڌري خليق الزمان وغيره شريڪ ٿيا هئا. شيخ صاحب هن ڪانفرنس ۾ هڪ نهراءُ پيش ڪيو، جيڪو 'پاڪستان' لاءِ پهريون ٺهراءُ چئجي ته بجا آهي. ان کانپوءِ مسلم ليگ مخالفت ۾ رهي. جڏهن 1969ع ۾ سکر جي مسجد منزل گاهه تان فساد ٿيا ته هندن مصلحت سمجهي مسلم ليگ کي وزارت ۾ آندو. جنهن ۾ مير بنده علي خان، شيخ عبدالمجيد سنڌي، خانبهادر کهڙو ۽ جي. ايم. سيد مسلمان وزير هئا. شيخ صاحب جي هٿ ۾ مالي کاتو ۽ بعد ۾ تعليم کاتو رهيو. ان وقت پاڻ آل انڊيا مسلم ليگ جي ورڪنگ ڪاميٽيءَ تي هڪ سال لاءِ ميمبر هو. پوءِ جي حالتن هيٺ جڏهن هن ڏٺو ته مسلم ليگ انگريزن جي نمڪ پرورده ۽ خودمطلب، سرمائيدارن جي خودغرضيءَ جو آکاڙو بڻجي چڪي آهي، تڏهن ان مان استعيفا ڏئي ڌار ٿي ويو. سائين جي. ايم. سيد وارا به سگهوئي مسلم ليگ مان ٻاهر نڪري آيا، پوءِ مسلم ليگ کان ٻاهر سمورين مسلمان پارٽين کي گڏڻ لاءِ جيڪا ڪوشش ٿي، شيخ صاحب ان جي اڳواڻن سان ڪجهه وقت شامل رهيو. اڳتي هلي آل انڊيا آئيني مسئلن تي هڪ تجويز پيش ڪيائين، جنهن تي ان وقت جي اختلافن سبب ڪنهن به ڌيان نه ڏنو. جيڪڏهن ان کي قبوليو وڃي ها ته برصغير جي ورهاڱي کانپوءِ به ڀارت ۽ پاڪستان جي وچ ۾ موجوده اختلاف نه رهن ها. اها تجويز هيءَ هئي ته هڪجيترن ووٽن تي ٻئي يونينون هڪ ڪنفيڊريشن ۾ رهن. پاڪستان بنجڻ کانپوءِ شيخ عبدالمجيد سنڌي حڪومت سان بنا لالچ جي سهڪار ڪرڻ جو جي. ايم. سيد سان گڏجي اعلان ڪيو. پر حڪومت جي صاحبن طاقت جي نشي ۾ ان جو ڪو به جواب نه ڏنو.

1949ع ۾ آل پاڪستان عوامي جماعت، خان عبدالغفار خان جي اڳواڻيءَ هيٺ ٺهي، سنڌ ۾ ان جي شاخ جو صدر شيخ عبدالمجيد سنڌي ٿيو. پوءِ 1953ع ۾ سنڌ اسيمبليءَ جي چونڊ وقت عوامي محاذ جماعت ٺهي ته شيخ صاحب ان جو به صدر رهيو. اڳتي هلي جڏهن سنڌ کي پنجاب سان گڏي ون يونٽ قائم ڪيو ويو، تڏهن شيخ صاحب هڪ ڪتاب لکيو ۽ 'اينٽي ون يونٽ ڪانفرنس' گهرائي، جنهن جي سنڌ برانچ جو صدر به شيخ صاحب هو.

بعد ۾ لاهور ۾، پاڪستان نيشنل عوامي پارٽي قائم ٿي، جنهن جو خان عبدالغفار خان صدر ٿيو ۽ ان جي سنڌ شاخ جو شيخ صاحب صدر چونڊيو ويو. آخر ۾ جڏهن مولانا عبدالحميد ڀاشاني عوامي ليگ کان ڌار ٿيو ۽ ان جي مشوري سان ڍاڪا ۾ ڪنوينشن سڏائي، آل پاڪستان نيشنل عوامي پارٽي ٺاهي وئي، تڏهن شيخ صاحب ان جو مرڪزي نائب صدر ۽ سنڌ شاخ جو صدر ٿيو.

خان عبدالغفار خان ۽ مولانا ڀاشاني براعظم هند پاڪ جا بهترين سياسي اڳواڻ، سڀ کان گهڻي قرباني ڏيڻ وارا ۽ محبوب عوامي ليڊر هئا، جن جي فهم ۽ فراست جو هر ڪو قائل هو. پر اهي به شيخ صاحب جي صلاح کي هر سياسي مسئلي لاءِ ضروري سمجهندا هئا. جي. ايم. سيد شيخ صاحب بابت لکي ٿو ته، "منهنجي حالت اها هئي جيڪا حضرت عمر رضہ حضرت علي عليه السلام بابت ظاهر ڪئي

هئي ته علي ء نه هجي ها ته عمر رضه گمراهه ٿي وڃي ها. جيڪڏهن شيخ صاحب جي صلاح ۽ رهبري مونکي نصيب نه ٿئي ها ته مون کان ڪيترين وڏين غلطين ٿي وڃن ها، جن جو ازالو ڪرڻ مشڪل ٿي پوي ها."

جڏهن 1958ع ڌاري شريف ڪميشن سنڌي ٻوليءَ کي پرائمريءَ تائين محدود ڪرڻ جي سفارش ڪئي هئي ته ان خلاف سنڌ جي اديبن، قومي ڪارڪنن، شاگردن ۽ استادن وڏي جدوجهد هلائي. ان وقت سنڌي ادبي بورڊ جي اعزازي سيڪريٽري محمد ابراهيم جويي هڪ پريس بيان تيار ڪيو، جنهن ۾ گهر ڪيل هئي ته "سنڌي زبان جي اصلوڪي حيثيت بحال ڪئي وڃي." حيدرآباد جي مختلف شخصيتن کان ان بيان تي صحيحون وٺڻ جو ڪم تنوير عباسيءَ تي رکيو ويو ۽ ڪراچيءَ جي اڳواڻن کان صحيحون وٺڻ جو ڪم غلام رباني آگري تي رکيو ويو. ڪراچيءَ ۾ سڀ کان اڳ جن ماڻهن ان بيان تي صحيحون ڪيون، تن ۾ سيد امير حيدر شاهه ولد جي. ايم. سيد (ميمبر قومي اسيمبلي)، رئيس غلام مصطفي پرڳڙي، شيخ عبدالمجيد سنڌي ۽ پيرزادو عبدالستار شامل هئا. اڳتي هلي سنڌ دوستن جي اها تحريڪ ڪامياب ٿي ۽ ايوب خان کي آڪٽوبر 1962ع ۾ پنهنجو فيصلو واپس وٺڻو پيو.

شيخ صاحب ونيونٽ واري زماني ۾ صدارتي چونڊن ۾ ايوب خان جي مقابلي ۾ محترمه فاطمه جناح جي مدد ڪئي ۽ متس پاڪستان جي مکيه اڳواڻن سان گڏ بغاوت جو ڪيس داخل ڪيو ويو. باوجود ان جي هو ونيونٽ کي ٽوڙائي، سنڌ جي صوبائي خودمختياري وٺي ڏيڻ، جمهوري آئين بحال ڪرڻ ۽ بنيادي انساني حقن حاصل ڪرڻ لاءِ جدوجهد ڪندو رهيو.

هن جا سنڌ جي سياستدانن ۾ سائين جي. ايم. سيد، حيدر بخش جتوئي، قاضي فيض محمد ۽ ٻين سان بهترين تعلقات هئا. هو زندگيءَ جي آخري لمحن تائين ونيونٽ جو سخت مخالف رهيو. 1969ع ۾ سڪرنڊ هاري ڪانفرنس ۾ بيماريءَ جي باوجود شرڪت ڪئي هئائين. بهرحال شيخ انهن خوشنصيب سياستدانن مان هو، جن پنهنجي زندگيءَ ۾ ونيونٽ کي ٽٽندي ڏٺو.

زندگيءَ جي آخر لمحن ۾ شيخ صاحب، پنهنجن جي بيقدري ۽ زماني جي ناسازگاريءَ سبب ذهني طرح پريشان رهيو ۽ سندس ڪجهه وقت ذهني توازن به ٺيڪ نه رهيو. جڏهن به ڪي نوجوان ساڻس ملڻ ويندا هئا، ته ڪين چوندو هو ته اسان کي جيڪي ڪرڻو هو سو ڪري چڪا سين، هاڻي اسان جون سموريون اميدون اوهان نوجوانن جي نسل سان وابسته آهن. ابا، مان نااميد ناهيان، منهنجون اوهان ۾ ڏي اميدون آهن.

باوجود ان جي سندس موجودگي سنڌ جي قومي ڪارڪنن لاءِ اتساهيندڙ رهي. سائين جي. ايم. سيد آخري وقت تائين سندس ساٿي رهيو. خان محمد پنهور، شيخ عبدالمجيد سنڌيءَ بابت سنڌي

پبليڪيشن جي شيخ عبدالمجيد سنڌي نمبر ڪانسواءِ سندس زندگيءَ تي هڪ ڪتاب 'ٻري جن ٻاري' ۽ شيخ صاحب جي الوحيد ۾ ڇپيل ڪالمن تي مشتمل ڪتاب 'نعره مستانه' پڻ ڇپائي پڌرو ڪيو.

شيخ عبدالمجيد سنڌي پنهنجي زندگيءَ ۾ سياسي مصروفيتن سان گڏ تصنيف ۽ تاليف جو ڪم به جاري رکيو. سندس ڇپيل تصنيفون هن ريت آهن:

(1) تاريخ جواهر، (2) مسلمان حڪمران، (3) مسلمانان سنڌ لاءِ تنظيمي پروگرام، (4) فتح اندلس، (5) حضرت عمر بن عبدالعزيز، (6) المرتضيٰ علماءِ سوء، (7) ڪراچي سنڌ کي ملڻ گهرجي (ڪتابڙو)، (8) نعره مستانه.

24 مئي 1978ع تي، اربعا جي ڏينهن صبح جو پوڻين ستين بجي سول اسپتال حيدرآباد جي پرائيويٽ وارڊ جي 14 نمبر ڪمري ۾ برصغير جي 90 سالا تاريخ جي هڪ باب جي پڄاڻي شيخ عبدالمجيد سنڌيءَ جي هن فاني دنيا مان لاڏاڻي سان ٿي ۽ هي سياست ۽ صحافت جو سورج هن دنيا مان هميشه لاءِ غروب ٿي ويو. سندس وفات تي ملڪ ۽ سنڌ جي پريس اداريا لکيا.

شيخ عبدالمجيد سنڌيءَ جي دوست سائين جي. ايم. سيد ڪوشش ڪئي ته ڪيس مڪليءَ تي مخدوم معين ٺٽويءَ جي پرسان دفن ڪيو وڃي، پر مقامي انتظاميا اهڙي اجازت نه ڏني ۽ شيخ صاحب کي مخدوم محمد هاشم ٺٽويءَ جي مزار جي پرسان مڪليءَ ۾ دفن ڪيو ويو.

شيخ صاحب جي تربت ڪاشيءَ جي سرن سان، شيخ عبدالمجيد اڪيڊميءَ جي سيڪريٽري خان محمد پنهور جوڙائي، جنهن جو ڪتبو هن ريت لکيل آهي:

**الا! ڏاهي مَ ٿيان، ڏاهيون ڏک، ڏسن (لطيف)**

**هتي سنڌ جو سچاڻ ۽ سورهيه سپوت شيخ عبدالمجيد سنڌي دفن آهي، جيڪو ايندڙ سمورن نسلن لاءِ حق ۽ اصول، دانائيءَ ۽ دليري، جدوجهد ۽ قربانيءَ جو اهڃاڻ رهندو.**

شيخ صاحب کي ٽي پٽ هئا: محمد انور، محمد خالد ۽ محمد طارق. محمد انور شيخ، ڪراچيءَ ۾ ايس. ڊي. ايم هو ۽ حڪومت طرفان جيڪي 303 آفيسر ڪڍيا ويا هئا، تن ۾ انور شيخ کي به ڪڍيو ويو ۽ بعد ۾ هو ملڪ ڇڏي آمريڪا هليو ويو، جتي نيويارڪ ۾ سالسيٽر (وڪيل) رهيو. جڏهن ته ٻيو پٽ ميجر خالد شيخ سنڌ جو ڊي. آءِ. جي رهيو ۽ سنڌ رائيس ڪارپوريشن جو چيئرمئن ٿي رٽائر ٿيو. هڪي ڪافي عرصو ٿيو ته گذاري ويا آهن. جڏهن ته شيخ صاحب جو ٽيون نمبر فرزند طارق شيخ ڪجهه وقت سرڪاري ملازم رهيو ۽ هن وقت ڪراچيءَ ۾ رهي ٿو.

شيخ صاحب کي ٻن نياڻين جو اولاد هو، جن مان هڪ ڊاڪٽر محمد اسماعيل شيخ جي گهرواري هئي.

**سنڌي صورتخطي ۽ خطاطي** (ڪتاب): هي ڪتاب سنڌي ٻوليءَ جي نامور عالم ۽ اديب ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ جي تحقيق ۽ تصنيف آهي، جيڪو سنڌي الف- ب، سنڌي صورتخطي ۽ سنڌي خطاطيءَ جي مطالعي ڪي وڌائڻ خاطر لکيو ويو آهي، ۽ ان سان گڏ سنڌي قلمي ڪتاب، جيڪي زبون ۽ ضايع ٿيندا ٿا وڃن، تن جي مثالي ورڪن ڪي محفوظ ڪيو ويو آهي. هي دستاويزي رڪارڊ، سنڌي ٻوليءَ جي تاريخ ۽ ادب جي مطالعي لاءِ هڪ ڪارائتو ڪتاب آهي.




ڪتاب جي مقدمي ۾ سنڌي ٻولي، سنڌي الف- ب، سنڌي صورتخطي ۽ سنڌي خطاطيءَ جي ابتدا ۽ اوسر تي روشني وڌي وئي آهي ۽ ان سان گڏ خاص تحقيق سنڌي قلمي ڪتابن ۽ سنڌي ليٿو ڇاپن بابت ڪئي وئي آهي ۽ وڏيءَ محنت ۽ ڪوشش سان ڊاڪٽر صاحب کي جيڪي قلمي ڪتاب، دستياب ٿيا، تن جي خاص صفحن جا عڪس هن ڪتاب ۾ بنيادي مواد طور شامل ڪيا ويا آهن. 19هين صدي عيسويءَ جي آخر ۾ سنڌي ڪاتبن ليٿو ڇاپن لاءِ قلمي ڪتاب نقل ڪرڻ شروع ڪيا، جيڪي سهڻي صورتخطيءَ جي لحاظ کان معياري هئا. انهن مان اهڙن ڪتابن جا عڪس ڏنا ويا آهن. جن جي آخر ۾ ڪاتبن جا نالا به موجود آهن. جيڪي عڪس متن ۾ ڏنا ويا آهن، تن کي جدا جدا موضوعن موجب ورهائڻ بدران هڪ ئي سلسلي موجب ترتيب ڏئي رکيو ويو آهي. رنگين صفحن واري خطاطيءَ جا خاص نمونا ڪجهه ڪتاب جي ابتدا ۾ ۽ ڪجهه آخر ۾ ڏنا ويا آهن. باقي مواد کي ٻن ڀاڱن ۾ ورهايو ويو آهي. ڪتاب جي پهرئين ڀاڱي ۾ قلمي ڪتابن جا عڪس تاريخ وار ۽ ٻئي ڀاڱي ۾ ليٿو ڇاپن جا عڪس تاريخ وار رکيا ويا آهن.

هي ڪتاب سنڌي ٻوليءَ جي بااختيار اداري، 1992ع ۾ ڊبل ڊيمي سائيز جي 180 صفحن تي مشتمل، بهترين آرٽ پيپر تي ڇپائي پڌرو ڪيو ۽ ان جي قيمت 500 روپيا آهي.

**سنڌي عورتن جو ادب ۾ حصو**: علم ادب ڪي قوم جي زندگيءَ جو آئينو ڪري ليکيو وڃي ٿو. جو ان ذريعي قوم جي ذهني ۽ فڪري لاڙن جي سڌ پوي ٿي، قوم ڪي درپيش سماجي توڙي اقتصادي مسئلن جو ڏس ملي ٿو. ساڳئي وقت سماجي براين کي ٽڙي ڪڍڻ لاءِ پيش ڪيل تجويزن ۽ ڪنيل عملي قدمن جي پڻ پروڙ پوي ٿي.

اسان وٽ لوڪ ادب جون اڪثر صنفون عورتن جون چيل آهن، جن ۾ لولي، ڳيچ، سهرا، لوڪ گيت ڪوڏاٽا، انيڪ چوٽيون ۽ باراٽا ٻول شامل آهن. پر باقاعده شاعريءَ ۾ به ٻي سموري معلوم شاعريءَ جيان عورتن جي شاعري، سومرن جي دور کان ملي ٿي. سنڌي ٻوليءَ جي پهرين معلوم شاعر عورت **مرڪان شيخڻ**، جيڪا سومرن جي دور ۾ ستين صدي هجريءَ (اٽڪل ٻارهين صدي عيسويءَ) ڌاري ٿي گذري آهي. جنهن جي ڪلام تي مشتمل هڪ ڪتاب '**ڪلام مرڪان شيخڻ**' نالي سان 1971ع ۾ محمد سومار شيخ، بدين مان ڇپرائي پڌرو ڪيو. سندس ڪلام جا ڪجهه ٻول هن ريت آهن:

هي ڪانڊيرڙي لس،
هي واسيرڙي وس،
پانداري ڏنم سڪ پار ۾،
آءِ ڪلندي ڪڏندي اچان.

هيءَ شاعر عورت شيخ ڪرهيي پانداريءَ جي مريد هئي. سندس اڪثر شاعري مرشد جي شان ۾ چيل آهي.

پير حسام الدين شاهه راشديءَ 'حديقة الاولياء' ۾ ڄاڻايو آهي ته: "سومرن جي دؤر ۾ (جو سنه 1050ع کان 1350ع تائين هو) هڪ شخص حاجي ابراهيم جي والده هڪ مجذوب سالڪياڻي هئي. هوءَ سنڌيءَ ۾ شعر چوندي هئي." پير صاحب سندس هڪڙو بيت هن ريت ڄاڻايو آهي:

وسين تان وس، عالم لڳوئي آسري،
هاڻي ڪيم ترس، جو مندون موٽي آئيون.

مطلب ته سنڌي عورتن جي علم ادب ۾ ورتل حصي جا 'پهريان اُهڃاڻ' سومرن جي دور ۾ ملن ٿا.

ارغونن جي دور ۾ هڪ شاعره '**مائي ساران**' جو نالو به ملي ٿو، جنهن جي مڙس کي سرڪار بيگناهه سزا ڏني، جنهن سبب هو پڄي ٻيلي ڏانهن هليو ويو ۽ ڏاڙيل ٿي ويو. اُن جي جدائيءَ ۾ مائي ساران ڪجهه ڪلام چيو، جيڪو وقت جي دز ۾ گم ٿي ويو. البته هڪ ٻي شاعره '**جادل جتڻي**' نالي ٿي گذري آهي، جنهن جو هڪڙو ڇلو ملي ٿو. هن شاعره لاءِ چيو وڃي ٿو ته تمام سهڻي هئي ۽ جنهن زماني ۾ شاهه شجاع سنڌ تي ڪاهه ڪئي، ان وقت هيءَ عورت پنهنجي تر ۾ سونهن سبب مشهور هئي. سندس ڇلي جا ٻول آهن:

ڇلا پورب پٽي،
جيوي جادل جتڻي،
جنهن جي نٽ آهي نچڻي.

ڊاڪٽر گربخشاڻيءَ 'مقدمه لطيفي' ۾ لکيو آهي ته: "شاهه وفات کان ٿورو اڳ، رسالي جا نسخا فقيرن کان وٺي ڪراڙ جي ڍنڍ ۾ اڇلائي ڦٽا ڪيا، جو ته اهو خيال اچي پيس ته متان ماڻهو سندس معنوي ڪلام جي رمز پروڙي گمراهيءَ ۾ نه گرفتار ٿين."

رسالن نهوڙڻ تي، شاهه لطيف جي مريدن ۽ فقيرن واويلا مچائي ڏني. شاهه لطيف کي احساس ٿيو، جنهن پنهنجي هڪ مريدياڻي **مائي نيامت (نعمت)** کي، جنهن کي گهڻا بيت برزبان ياد هئا، فرمايو ته مريدن کي اهي بيت لکرائي. پوءِ مائي نيامت بيت لکرايا، جنهن نسخي کي 'گنج' ڪري ٿا سڏين. ظاهر آهي ته شاهه جي رسالي جو بنيادي نسخو تيار ڪرڻ ۾ مائي نيامت جو هٿ هو. محڪمه اطلاعات مغربي پاڪستان طرفان

ڇپايل ڪتاب ’ياد لطيف‘ ۾ ان ’گنج‘ جو عڪس ڏنل آهي، جنهن جي آخر ۾ مائي نيامت جو نظم ڏنل آهي.

منشي آوتراءِ صاحبراءِ ملڪاڻيءَ، جو مير صوبدار خان جو منشي ٿي رهيو هو، تنهن ميرن جي صاحبيءَ جي آخري ڏينهن جو اکين ڏٺو احوال، سن 1896ع ۾ حيدرآباد جي وڪٽوريا لائبرريءَ ۾ ٻڌايو جو 1938ع ۾ ڪتابي صورت ۾ ڇپجي پڌرو ٿيو. ڪتاب جو نالو آهي ’سنڌ جا مير‘. هن ڪتاب جي صفحي 48 تي مير صاحب جي تعليم بابت ڄاڻايل آهي ته: ”بيبي ڪا پڙهندي هئي ته ٻانهي خليفي ڪان عربي اکرن ۾، سنڌي ٻوليءَ ۾ سبق وٺي وڃي، بيبي [illegible] کي ڏيندي هئي. اهڙيءَ طرح مير صوبدار خان جي ماءُ ۽ ڀيون علم [illegible]کيون. نور محمد خان جا پٽ پڙهيل هئا ۽ مير صوبدار خان جي ماءُ ته [illegible]ن ڪلڪتي ۾ خط پٽ لکندي هئي.“ هن مان ڏسڻ ۾ ايندو ته اڳوڻ[illegible] ۾ ٻايون توڙي ٻانهيون علم پرائينديون هيون.

مرزا قليچ بيگ جي خودنوشته سوانح عمري **’سائو پن يا ڪارو پنو‘** ۾ اسان کي مرزا صاحب جي وڏي ڀيڻ **زيب النساء** جو ذڪر ملي ٿو، جيڪا فارسيءَ ۾ شاعري ڪندي هئي. سندس تخلص ’مخفي‘ هو. نالي ۽ تخلص ۾ هوءَ اورنگزيب عالمگير جي ڌيءَ جي هم نام هئي. شهزادي زيب النساءِ جي غزل جي جواب ۾ هن هڪ [illegible]ڪيو آهي، جو مرزا صاحب پنهنجي سوانح عمريءَ ۾ درج ڪيو آهي. [illegible] مقطع هن ريت آهي:

گر توئي ’زيب النسا‘ فخر و تڪ[illegible] هم مڪن،

من خودم ’زيب النسا‘ و خواهرم شرف النسا ست.

انگريزن جي دور ۾ ڪيتريون ئي شاعر عورتون ملن ٿيون. پني عاقل جي پاسي هڪ شاعره **غلام فاطمه لعل** نالي ٿي گذري آهي، جنهن جو مڙس جوانيءَ ۾ گذاري ويو، پوءِ ان جي غم ۾ شاعري ڪيائين. ان عورت 1925ع ۾ وفات ڪئي. اُن ڪان سواءِ شڪارپور جي **هاسي ٻائي** عرف **رڪي ٻائي** عرف **’نماڻو فقير‘** نالي عورت سچل سرمست جي مريدياڻي ٿي گذري آهي، جنهن سچل سرمست ڪان متاثر ٿي صوفياڻو ڪلام چيو آهي. نماڻي فقير 1925ع ۾ سچل جو هڪ رسالو مرتب ڪري ڇپايو هو. انهيءَ دور ۾ لاڙڪاڻي پاسي هڪ شاعره **ڀڳواني** نالي پڻ هئي. ان ڪانسواءِ **ڀڳوان داسي** نالي هڪ شاعره پڻ ٿي گذري آهي. سن 1853ع ۾ هاڻوڪي سنڌي الف- ب رواج ۾ آئي ۽ سنڌي درسي ڪتاب ڇپجي ظاهر ٿيڻ لڳا. انگريزي دور ۾ سنڌي نثر ۽ نظم جي ترقيءَ جي تاريخ تي نظر وجهڻ سان معلوم ٿئي ٿو ته سن 1853ع ڪان سن 1937ع تائين ڪتاب جوڙيندڙ فقط مرد ئي هئا. سن 1938ع ڪان ڪتاب جوڙڻ ۽ مضمون لکڻ ۾ عورتن ڀهرو وٺڻ شروع ڪيو انهن ۾ ڏهه هندو عورتون ۽ ٻه مسلمان عورتون هيون. انهيءَ ابتدائي دور ۾ ميدان ۾ ايندڙ ڪن ليکڪائن جو ذڪر دلچسپيءَ کان خالي نه آهي:

**گلي ڪرپالاڻي** پهرين سنڌي هندو ڇوڪري هئي، جنهن ٽئگور جي ناول ’گورا‘ جو سليس سنڌيءَ ۾ ترجمو ڪيو. ’گورا‘ هڪ معاشرتي ۽ قومي ناول آهي، جنهن ۾ هڪ اهڙي نوجوان جي جدوجهد جو احوال آهي، جنهن جو پيءُ انگريز هو ۽ ماءُ هندستاني هئي. اڳتي هلي گلي سدارنگاڻيءَ ’اتحاد‘ نالي هڪ سماجي ناول ترجمو ڪري سماجي اڳواڻن ۾ ڇوٻول پيدا ڪري ڏنو گلي سدارنگاڻيءَ ٻارن جي رسالي ’گلستان‘ جي ايڊيٽر ٿي پڻ ڪم ڪيو.

’گلستان‘ جي ٻي عورت ايڊيٽر **پاروتي گدواڻي** هئي. ’گلستان‘ جي پبلشر به هڪ عورت **رُڪي. سي. ٿڏاڻي** هئي. ڪراچيءَ مان انگريزيءَ ۾ شايع ٿيندڙ روزاني شام جي اخبار ’ڪراچي ڊيلي‘ جو ايڊيٽر **ڊاڪٽر تاراچند** هو. سن 1942ع ۾ ڪانگريس هلچل دوران ڊاڪٽر تاراچند کي سرڪار جيل اندر بند رکيو هو. هن جي غير موجودگيءَ ۾ سندس زال اخبار ايڊٽ ڪندي هئي. **پاروتي آڏواڻي** ٻي عورت هئي، جنهن ’سچو رهبر‘ نالي ڪتاب لکيو هو، جنهن ۾ گرونانڪ جي زندگيءَ جو احوال ڏنل آهي.

خواجه احمد عباس جي اردوءَ ۾ لکيل ڪتاب ’ڊاڪٽر ڪوٽنس جي امر ڪهاڻيءَ جو سنڌيءَ ۾ ترجمو **موهني دوداڻيءَ** ڪيو هو. حيدرآباد مان ڪاليج مخزن ’ڦليلي‘ ۾ جن هندو ڇوڪرين جا تاريخي ۽ فلسفيانه مضمون ۽ آکاڻيون شايع ٿيون، تن مان ڪجهه جا نالا هي آهن: **ايشوري جوتواڻي، ساوتري ميرچنداڻي ۽ ڪملا ڪيسواڻي.**

**ڪملا ڪيسواڻيءَ** پنهنجي پيءُ سان گڏجي هڪ ڪتاب ’سنڌي شعر جي ڪسوٽي‘ لکيو. انهيءَ ڪتاب ۾ هن ’بيوس‘ جي ڪلام کي ’عزيز‘ جي ڪلام ڪان بهتر ثابت ڪيو آهي ۽ هي ڪتاب سنڌي تنقيد بابت اوائلي ڪتابن ۾ شمار ٿئي ٿو. **ايشوري جوتواڻيءَ** جا ڪجهه ناول، ڪهاڻيون ۽ مضمونن جا ڪتاب لکيل آهن. جهڙوڪ: (1) محبت جو تياڳ (ناول: 1951ع)، (2) الفت جي آڳ (ناول: 1952ع)، (3) ڪامل جون ڪهاڻيون، (4) امنگن جو آبشار (مضمون ۽ ڪهاڻيون: 1993ع)، (5) چترپتي شيواجي (جيوني: 1996ع)، (6) آکاڻيون پورب ديس جون وغيره. ايشوري جوتواڻي، 1942ع جي ڪئٽ انڊيا تحريڪ ۾ جيل به وئي هئي.

سنڌي شاعرائن مان **سندري ٽهلراماڻي** به هئي، جنهن جو سڀ کان پهرين ڪتاب ’لهرون‘ نالي سان ڇپيو، جنهن شاعرائن کي تمام گهڻو اتساهه بخشيو. آزاديءَ کان اڳ واري دور ۾ مسلمان عورتن پڻ علم ۽ ادب توڙي سياست ۾ حصو ورتو. سن 1946ع ۾ **بيگم طاهره آغا** ’اسان جو پاڪستان‘ نالي سان هڪ ڪتاب شايع ڪيو، جنهن ۾ سنڌ جي عورتن کي سولي نموني ۾ پاڪستان متعلق سمجهاڻي ڏني اٿس. انهيءَ ڪانسواءِ **بيگم زينت عبدالله چنا** نه صرف مضمون لکيا، پر ڪيتريون ڪهاڻيون پڻ لکيون. مهراڻ جي ڊسمبر 1946ع ڪان فبروري **1947ع واري گڏيل پرچي** ۾ سندس ڪهاڻي ’انصاف ۽ احسان‘ جي عنوان سان شايع ٿي. هوءَ ماهنامي ’مارئي‘ جي ايڊيٽر به هئي. شڪارپور جي ويٺل **روشن آرا مغل**، جنهن ڊي. جي. سائنس ڪاليج مان بي. ايس.

سي جي ڊگري حاصل ڪئي. تنهن سنڌي شاعريءَ ۾ به طبع آزمائي ڪئي. پاڪستان قائم ٿيڻ کانپوءِ هن روشن اسحاق جي ناليءَ سان ريڊيو پاڪستان ڪراچيءَ تان عورتن لاءِ نشر ٿيندڙ پروگرام ۾ سنڌيءَ ۾ ڪيترين ئي تقريرون نشر ڪيون. هن جي ڪمهلي وفات تي شيخ اياز ۽ ٻين 'شاگرد' رسالي جو نمبر ڪڍيو هو، جنهن ۾ روشن آرا جي شاعري ڇپيل آهي.

آزاديءَ کانپوءِ هندو ليکڪائون هندستان لڏي ويون. نئين سر زندگيءَ جي شروعات ڪرڻ ۾ کين ڪافي تڪليفون پيش آيون، پر هنن لکڻ جي پچر نه ڇڏي. سنڌن جاءِ وٺڻ لاءِ ڪيترين ئي نيون ليکڪائون ساماڻيون. جن مان ڪن ڪهاڻين ۽ ناولن لکڻ ۾ چڱي چوکي شهرت حاصل ڪئي. انهن مان ڪن اهم ليکڪن جا نالا هي آهن: **ڪلا پرڪاش، سندري اتمچنداڻي، پوپٽي هيرانندڻي، مايا راهي ۽ تارا ميرچنداڻي.**

**ڪلا پرڪاش،** ڪهاڻيڪار ۽ ناول نگار آهي. سندس ڪهاڻين ۽ ناولن جا ڪيترا ڪتاب ڇپيل آهن. جهڙوڪ: 'آرسي آڏو' (ناول: 1992ع)، 'وقت وٺيون وچوٽيون' (ناول: 1989ع)، 'وارن ۾ گل' (ڪهاڻيون: 1993ع)، 'پيار' (ناول: 1997ع)، 'ممتا جون لهرون' (شاعري)، 'سمنڊ ۽ ڪنارو' (ناول: 2004ع)، 'انتظار' (ڪهاڻيون: 2008ع)، 'اوڪا پنڌ پهاڙ جا' (ناول: 2010ع)، ۽ ٻيا. پوين ڪتاب سنڌي لئنگئيج اٿارٽيءَ جو انعام يافته آهي.

**سندري اتمچنداڻي** برک ليکڪا، ڪهاڻيڪار، ناٽڪ نويس، شاعره ۽ ناول نگار ٿي گذري آهي ۽ تازو، آگسٽ 2013ع ۾ گذاري وئي آهي. سندس ڪهاڻين جا 12 ڪتاب، ٻه طبعزاد ناول ۽ ٻه ڪرشنچندر ۽ امرتا پريتم جا ترجمو ڪيل ناول ڇپيل آهن. هن جي شاعريءَ جا ٻه ڪتاب: 'هڳاءُ' ۽ 'ذات ٻٽي لات' کانسواءِ ناٽڪن جو هڪ مجموعو 'سنڌو'، روسي ادب جا ترجما ۽ روس جي اڳوڻي وزيراعظم ليونڊ برزنيف جي آتم ڪٿا جو سنڌي ترجمو وغيره ڇپيل آهن.

**پوپٽي هيرانندڻي،** سنڌيءَ جي بيباڪ ليکڪا ٿي گذري آهي. هن حيدرآباد سنڌ ۾ جنم ورتو. پوپٽيءَ جو شمار نامور ڪهاڻيڪار، ناول نگار، نقاد ۽ شاعره طور ٿئي ٿو. سندس ڪهاڻين جا ڏهه مجموعا، چار ناول ۽ ٽيهارو مضمونن ۽ مختلف موضوعن تي ڪتاب ڇپيل آهن. هن جو سنڌي ادب جي تاريخ تي انگريزيءَ ۾ ڪتاب History of Sindhi Literature پڻ ڇپيل آهي. سندس شاعريءَ جا ٽي سنڌي ۽ هڪ انگريزي ڪتاب ڇپيل آهن. هن انگريزيءَ مان سنڌيءَ ۾ ڀڳوت گيتا، ڪبير ڀڳت ۽ سوامي وويڪانند جي سوانح جا ترجما به ڪيا آهن. سندس آتم ڪٿا 'منهنجي حياتيءَ جا سونا روپا ورق' سنڌ ۽ هند ۾ ڇپجي مقبوليت ماڻي چڪي آهي.

**تارا ميرچنداڻي** پڻ برک ليکڪا، ناول نويس ۽ ڪهاڻيڪار آهي، هن پڻ حيدرآباد، سنڌ ۾ جنم ورتو هو. سندس ڪهاڻين جا پنج مجموعا 'آئينو ۽ عڪس' (1965ع)، 'رڃ جي ڳڏي' (1996ع)، 'الجهيل تندون ريشم جون' (1986ع)، 'درد' (1991ع)، 'وسريا نه وسرن' (1996ع) ڇپيل آهن. هن جا پنج ناول 'ڪومايل ڪلي' (1949ع)، آشا (1950ع)، هٺ يوڳي (ٻه ڀاڱا: 1998ع)، لهرن جي گونج (1992ع) ۽ 'سورج جي پهرين ڪرڻ' (1998ع) پڻ شايع ٿي چڪا آهن.

**مايا راهي** پڻ سنڌي ٻوليءَ جي ناميارِي ڪهاڻيڪار ۽ شاعره آهي. سندس ڪهاڻين جي ڪتابن ۾ 'محبت جو مينهن' (1990ع)، 'موڪش' (2003ع)، 'ڏال' (2006ع) ۽ ٻيا شامل آهن. سندس شاعريءَ جو هڪ ڪتاب 'احساس' به ڇپيل آهي.

اهڙيءَ طرح **اندرا واسواڻي** به سٺي ڪهاڻيڪار ٿي گذري آهي. سندس ڪهاڻين جا ٻه مجموعا 'منجري' (1996ع) ۽ 'تڙ' (2002ع) ڇپجي مقبوليت ماڻي چڪا آهن.

**ريتا شاهاڻي،** سنڌيءَ جي زودنويس (تيز لکندڙ) ليکڪا ٿي گذري آهي. هن جيتوڻيڪ دير سان 1980ع ڌاري لکڻ جي ابتدا ڪئي، پر ٽيهارو سالن اندر پاڻ کي شاعر، ڪهاڻيڪار، ناول نگار، نقاد، سوانح نگار طور مڃائي ورتو ۽ سندس مٿين موضوعن تي ٽيهن کان مٿي ڪتاب لکيل آهن. جن ۾ 'پنڪ وچائن شنڪ'، 'سوريه ياترا'، 'منهنجي حد آڪاش'، 'ارٿ جو آواز' (شاعري)، 'گيت رامائڻ' (ڀڳوت گيتا جو منظوم ترجمو)، 'منع ٿيل ميوو'، 'پڇڻ کي پڇاءُ'، 'سوال ئي سوال'، 'رشتن جو رقص' (ڪهاڻيون)، 'سچ کان چنڊ تائين'، 'پرهه جا پياڪ'، 'ڇهي مٿي'، 'گونگي گگن سان گفتگو'، 'ميران سان وارتا لاپ'، 'ترڪٽا ترورا'، 'بي زبان زبان' (ناول)، 'لپ پر مهراڻ'، 'جيون ۽ ساهت'، 'آڪاش گنگا' (مضمون ۽ خاڪا)، 'جتي منهنجا اوتيٽرا'، 'ڪٽوريءَ جي ڪاڻ'، 'سفر در سفر' (سفرناما)، 'پيهريءَ جا ٻه پل' (آتم ڪٿا)، 'سڄاڻ جون سمرتيون'، 'اڪٽ ڪهاڻي ڪبير'، 'روبرو'، 'يروڊا جيل جون ڪهاڻيون' (سوانح) وغيره ڇپيل آهن.

**ڪملا گوڪلاڻيءَ،** تحقيق ۽ ڪهاڻين ۾ پنهنجو نالو ڪڍيو آهي. سندس ڪهاڻين جا ٽي ڪتاب 'حادثو'، 'فيصلو ٿيڻ تائين' 'اظهار' کانسواءِ مضمونن جا ٻه ڪتاب 'ادبي تاثرات' ۽ 'اولهه راجستان ۽ سنڌي ڀاشا جي ڀيٽ' ڇپيل آهن. ان کان سواءِ سندس تحقيقي ڪتاب 'سنڌي شعر ۾ قدرت جو چٽ' (پي. ايڇ. ڊي ٿيسز) ڇپيل آهي. ان کانسواءِ هن راجستان جون چونڊ سنڌي ڪهاڻيون هنديءَ ۾ پڻ ترجمو ڪيون آهن.

**وينا شرنگي،** آل انڊيا ريڊيو جي سنڌي سروس تان سنڌي ادب ۽ ٻوليءَ جي واڌاري لاءِ ڪافي ڪم ڪيو آهي. هن جي ڪهاڻين، سفرنامن ۽ يادگيرين جا ڪيترائي ڪتاب ڇپيل آهن. جهڙوڪ: 'ڪيچان نه ڪافر'، (2) 'منهنجي پيشي جا گل و خار' (ريڊيو سان وابسته يادون)، (3) سڄڻ سار لهيج (مضمون)، (4) 'ڪيئن وساريان ويڙهيچن' (سفرنامو: 2002ع)، (5) 'وايون وڻجارن جون'، 'تاريءَ جي جيون ياترا' (ڪهاڻيون: 2007ع) وغيره.

اهڙيءَ طرح **رتنا گوديا 'رولاڪ'** پوني جي ڪهاڻيڪار، ناول نگار ۽ شاعره جا به ڪيترا ڪتاب ڇپيل آهن، جهڙوڪ: 'محبت جي

منزل' (ناول)، 'پٿرن تي رُنو' (ڪهاڻيون: 1999ع)، 'ڏوهه ڪنهن جو' (ڪهاڻيون: 2002ع)، هڪ رات جو راهي' (ڪهاڻيون: 2002ع)، 'سون ورني ڪنوار' (ناول: 2002ع)، 'سمنڊ سمايو بوند ۾' (فلسفيانه مضمون)، 'سچ جو ڪچرو' (ڪهاڻيون)، 'مان ئي مان' (آتم ڪٿا) وغيره.

آزاديءَ کانپوءِ سنڌ ۾ مسلمان ۽ هندو عورتن ۽ شاگردياڻين ادبي دنيا ۾ پاڻ ملهايو آهي. خاص ڪري ستر واري ڏهاڪي ۾ عورتن جي آزادي ۽ سجاڳيءَ جو هڪ نئون دور شروع ٿيو. **زينت عبدالله چنه، خديجه خانم دائود پوٽو، شاهه بيبي، سشيلا مهتاڻي، مسز سلطان علي غلاماڻي، زيب اي. شيخ، فهميده حسين** ۽ **انيس ميمڻ** عورتن جي رسالن جي ايڊيٽر ۽ صفحن جي انچارج جي حيثيت ۾ پنهنجي صلاحيتن ڪي ڪم آڻي عورتن کي ادبي ميدان ۾ اڳتي قدم وڌائڻ ۾ رهنمائي ڪئي آهي ۽ انهن رسالن ذريعي نثر ۽ شاعري لکندڙ ڇوڪرين جي هڪ وڏي کيپ تيار ٿي، اڳتي هلي انهن مان ڪي نالا تمام اهم بڻجي ويا. 'مارئي'، 'اديون' ۽ 'سوجهرو' رسالا سنڌي عورتن جا نهايت ئي پسنديده رسالا رهيا آهن. ساڳيءَ طرح 'هلال پاڪستان' 'سگهڙين سٿ' وارو صفحو به بيحد مقبول رهيو آهي.

آزاديءَ کان اڳ توڙي پوءِ 'الوحيد ۽ هلال پاڪستان' جي هفتيوار پرچن ۾ ڪيترن ئي عورتن جا مضمون ۽ افسانا شايع ٿيندا رهيا. **ڊاڪٽر حميده ميمڻ** پنهنجي شاگرديءَ واري زماني ۾ 'الوحيد' جي هفتيوار پرچي ۾ افسانا لکندي هئي. پوءِ هڪڙو وقت اهڙو آيو، جو سياسي حالتن جي ناخوشگوار اثرن ڪري سنڌي ادب تي مانار ڇانئجي وئي، اخبارن جا خاص پرچا شايع ٿيڻ بند ٿي ويا ۽ رسالا به ويا ڏينهون ڏينهن بند ٿيندا.

عورتن جي خاص رسالن کانسواءِ 'نئين زندگي' ۽ 'مهراڻ' ۾ پڻ ڪيترين ئي ليکڪائن جا افسانا شايع ٿيندا رهيا آهن، جن مان ڪيترائي افسانا اعلىٰ معيار جا تسليم ڪيا وڃن ٿا. سنڌ جي مقبول افسانا نويسن ۾ جن عورتن جو شمار ٿئي ٿو سي هي آهن:

بيگم زينت عبدالله چنا، رشيده حجاب، ماهتاب محبوب، ثميره زرين، زيب.اي شيخ، شمس سرڪي، فهميده حسين، خيرالنساء جعفري، تنوير جوڻيجو ثريه سوز ڏيپلائي، ليلىٰ بانا، فهميده بلوچ، تبسم مهتاب قريشي، اقبال پروين، ثريا ياسمين، جميله نرگس، ذڪيه دريشاڻي، خديجه شيخ، نور الهدىٰ شاهه، نسيم ٿيبو، ڊاڪٽر پروين ممتاز عقيلي، زبيده ميتلو جبين ڪاڪيپوٽہ، ج.ع. منگهاڻي، رضيه کوکر ۽ مهتاب محبوب جا لکيل افسانا ٽيليويزن تان ڊرامائي صورت ۾ پيش ٿي چڪا آهن.

**ثميره زرين** سنڌي ڪهاڻيءَ جو وڏو نالو آهي. هن 62-1960ع ڌاري نئين زندگي رسالي پاران گذريل دورن ۾ نئين زندگيءَ ۾ شايع ٿيل افسانن ۽ ڪهاڻين جو مجموعو 'مهراڻ جون ڇوليون' عنوان سان ترتيب ڏئي ڇاپيو. سندس طبعزاد ڪهاڻين جا به ڪتاب 'گيت اجايل مورن جا' (1970ع) ۽ 'آءٌ اهائي مارئي' (1981ع) ڇپيل آهن.

**ماهتاب محبوب**، سنڌ جي برک ليکڪا آهي، جنهن سنڌ جي مڊل ڪلاس جي گهرن جون سماجي ڪهاڻيون لکيون آهن. سندس ڪهاڻين جا 'پرهه کان پهرين' ۽ چانديءَ جون تارون' مجموعا ۽ به ناول 'خواب خوشبوءِ ۽ ڇوڪري' ۽ 'پيار پناهون ڇانورا' ڇپيل آهن. ماهتاب محبوب جا سفرنامن ۽ خاڪن پروفائيلن ۽ خطن تي مشتمل ڪيترا ڪتاب ڇپيا آهن ۽ سنڌ ۾ هڪ مانائتي ڪهاڻيڪار سمجهي ويندي آهي. سندس ڪهاڻيون اردوءَ ۾ به ترجموتي ڪتابي صورت ۾ ڇپجي چڪيون آهن.

**خيرالنساءِ جعفري**، سنڌيءَ جي بيباڪ ڪهاڻيڪار ٿي گذري آهي. هن جون ڪهاڻيون سماجي حوالي سان انتهائي ڪليل ۽ بيباڪ ڪهاڻيون آهن. سندس ڪهاڻين جو پهريون مجموعو 'تخليق جو موت' ڇپيو، تازو سندس مضمونن ۽ هند جي سفرنامي تي مشتمل هڪ ڪتاب 'خيرالنساءِ جعفريءَ جو تخليقي سفر' پڻ ڇپيو آهي. سندس ڪهاڻي 'حويليءَ کان هاسٽل تائين' سنڌي سماج ۾ وڏو ڇوٻول پيدا ڪيو هو.

**تنوير جوڻيجو** به سنڌ جي بهترين ڪهاڻيڪار آهي. سندس ڪهاڻين جو مجموعو 'امرت منجهه ڪڙاڻ' (1974ع) ۽ مضمونن جو هڪ ڪتاب 'عورت، سماج ۽ ڏاڍ' ڇپيل آهن.

**نورالهدىٰ شاهه** به خيرالنساءِ جعفريءَ وانگر بيباڪ ليکڪا رهي آهي. سندس ڪهاڻين جا ڪيترا مجموعا ڇپيل آهن. سندس ڪهاڻين جو ڪليات 'ڪيڏارو' عنوان سان شايع ٿيل آهي، جنهن ۾ سندس ڪهاڻين جي مجموعن 'جلاوطن'، 'منهنجو من پنيور'، 'ڪربلا' کان سواءِ سندس اڻڇپيل سموريون ڪهاڻيون شامل آهن. هوءَ شاعره به آهي. سندس نثري شاعريءَ جو ڪتاب 'قيدياڻيءَ جون اکيون ۽ چنڊ' ڇپيل آهي.

**ڊاڪٽر فهميده حسين** هڪ ئي وقت ڪهاڻيڪار، نقاد، لطيف شناس ۽ لسانيات جي ماهر آهي. هن ابتدا ۾ 'تسنيم يعقوب' جي نالي سان شاعري به ڪئي هئي. سندس سفرنامو 'هوائن جي آڌار'، ڪهاڻين جو ڪتاب 'حوا ۽ ٻيون ڪهاڻيون'، شاهه لطيف بابت 'شاهه لطيف جي شاعريءَ ۾ عورت جو روپ' (پي. ايچ. ڊي جي ٿيسز)، 'اديون آءٌ اجاڻ'، ۽ سنڌو لکت بابت دنيا ۾ ٿيل تحقيق جو ترجمو 'سنڌو لکت ۽ ايڪيهين صديءَ ۾ ٿيل تحقيق' ۽ ٻيا ڪيترا ڪتاب ڇپيل آهن.

زبيده ميتلو جون 12 کن ڪهاڻيون مختلف رسالن ۾ ڇپيل آهن، سندس شاعريءَ جو ڪتاب 'ذات ڏوهاري' (2001ع) ڇپيل آهي. هن 'ٻار ۽ سماجي نفسيات' بابت ايم. فل جو مقالو به لکيو آهي.

افسانن کانسواءِ مقاله نويسيءَ ۾ پڻ ڪيترن ئي ليکڪائن دلچسپي ورتي آهي، جن مان شروعاتي دور جي ڪن مشهور ليکڪائن جا نالا هن ريت آهن: **بادام 'ناتوان'، شمس عباسي، مريم نوحاڻي، مرحومه امينه هالسپوٽو** ۽ **خورشيد ميمڻ**.

**بادام 'ناتوان'** جو ناول 'خوش خلصت خاتون'، سنڌي ادبي بورڊ جو ڇاپايل ڪافي مشهور آهي. سيد ميران محمد شاهه انهيءَ ڪتاب جي 'پيش لفظ' ۾ بادام 'ناتوان' جي محنت کي هن نموني ۾ داد ڏنو آهي: "مصنفه رواجي رومان لکڻ بجاءِ اڄڪلهه جي دستور موجب پنهنجي ڪلڪ کي ڪارآمد مضمونن لکڻ تي مجبور ڪيو آهي، جو هڪ عورت لاءِ آسان ڪم نه آهي ۽ ائين ڪرڻ سان، مصنفه سنڌي اديب عورتن لاءِ هڪ نئون رخ رٿيو آهي. شايد ٻيون هم جنس به هن ڪانپوءِ سندس نقش قدم تي هلي، اسان جي ثقافتي ۽ معاشرتي زندگيءَ ۾ انقلاب آڻين." هن جو ٻيو ڪتاب 'قلبي اُج' به ڇپيل آهي.

شعر شاعريءَ جي ميدان ۾ پڻ ڪيترين ئي عورتن قدم ڌريو آهي ۽ چڱي ڪاميابي حاصل ڪئي اٿن. مشهور شاعرائن جي فهرست ۾ هي نالا شامل آهن: نور شاهين، نجمه ڦلپوٽو، شمشاد مرزا، سلطانه 'وقاصي'، سحر امداد، شبنم 'موتي'، مريم 'مجيدي'، نذير ناز، ج. ع. منگهاڻي، ثريا 'سوز' ڏيپلائي، عطيه دائود، شميم ميمڻ، روبينه ابڙو، فضا غزل، ومي سدارنگاڻي، رشمي راماڻي، رخسانه پريت، لتا ٺهلياڻي، امر سنڌو، شبانه سنڌي، ناياب سرڪش.

**نذير ناز** سينيئر ليکڪا آهي. هن ناري پبليڪيشن قائم ڪري ڪيترن اديبن جا ڪتاب ڇپيا آهن. سندس ڪالمن جو ڪتاب 'جهرٽا' ۽ شاعريءَ جو مجموعو 'غزل چو نه چوان' (2004ع) ڇپيل آهن.

**مريم مجيدي**، سنڌي ٻوليءَ جي پختي ۽ جديد شاعره آهي. سندس والد محمد خان مجيدي ڪهنه مشق شاعر هو پر مريم مجيديءَ جو ڏڪشن پنهنجو آهي، سندس شاعريءَ جا ٻه ڪتاب 'سروم دڪم دڪم' (1986ع) ۽ 'نيرانا ئي نيڻ' (شاعري: 2012ع) ڇپيل آهن.

**نور شاهين** روايتي شاعريءَ جي نمائنده شاعر ٿي گذري آهي، سندس شاعريءَ جو هڪ ڪتاب ڇپيل آهي.

**شمشاد مرزا** جي شاعريءَ جا ٻه ڪتاب ڇپيل آهن: 'سنڌو تنهنجا سڏ' (1974ع) ۽ 'نيڻن لاتي ڇڙي' (شاعري: 2006ع).

**سلطانه وقاصي** نثري نظمن ۽ ڪالم نگاريءَ ۾ پنهنجو نالو مڃايو آهي.

**نجمه نور ڦلپوٽو** شاهه لطيف يونيورسٽي خيرپور ۾ سماجيات جي استاد رهي آهي. هن 'ڪاروڪاريءَ جو سماجي ۽ تاريخي پسمنظر' تي ٿيسز لکي آهي. هن جا مقالا، مضمون رسالن ۾ ڇپبا رهن ٿا. سندس شاعريءَ جو ڪتاب 'چنڊ ۽ اجرڪ' (2010ع) به ڇپيل آهن.

**سحر امداد**، سنڌيءَ جي نالي واري شاعره آهي ۽ سنڌي شعبي سنڌ يونيورسٽيءَ ۾ وڏو عرصو استاد رهي آهي. هن جديد سنڌي شاعريءَ جي عنوان تي پي. ايڇ. ڊي ڪئي آهي. سندس شاعريءَ جو هڪ ڪتاب 'چوڏهين چنڊ آڪاس' ۽ مضمونن ۽ مقالن جو ڪتاب 'شاعر، شعر ۽ شعور' ڇپيل آهي. ج. ع. منگهاڻي هڪ ئي وقت شاعر، نقاد ۽ ناول نگار آهي. سندس شاعريءَ جو ڪتاب 'رولاڪ خواب'، 'ناول 'رڃ' ۽ هڪ تنقيدي ڪتاب 'شاهه لطيف جي ٻولي: تحقيقي جائزو' ڇپيل آهن.

**شبنم موتيءَ** جي شاعري مختلف رسالن ۾ ڇپجندي رهي آهي، پر سندس شاعريءَ جو ڪو ڪتاب ڇپيل نه آهي. هن فيض احمد فيض جو هڪ ڪتاب اردوءَ مان 'فيض جا ايليس ڏانهن خط' نالي سان ترجمو ڪيو آهي.

**ثريا سوز ڏيپلائيءَ** شاعريءَ سان گڏ ڪهاڻيون به لکيون. سندس پهرين ڪهاڻي 'چالاڪي' ڇپي. مارئي ۽ ٻين رسالن ۾ سندس شاعري شايع ٿي. پهرين 'نسيم' جي تخلص سان ۽ بعد ۾ 'سوز' جي تخلص سان لکڻ لڳي. سندس قسطوار ناول 'نيڻن نند اُڏائي' سنڌ ٽائيمس ۾ ڇپيو. سندس پي. ايڇ. ڊي جي ٿيسز 'محمد عثمان ڏيپلائي ۽ سندس سنڌي سماج تي اثر' ثقافت کاتي حڪومت سنڌ ڪتابي صورت ۾ ڇپرايو آهي.

**عطيه دائود** به هن دور جي بيباڪ ليکڪا ۽ شاعر آهي. سندس شاعريءَ جا ڪتاب 'شرافت جي پلصراط' ۽ 'اٽڪوري چادر' ڇپيل آهن. سندس شاعريءَ تي شيخ اياز ۽ فهميده رياض انتهائي مؤثر نموني لکيو آهي.

**عذرا سرور** به افسانا ۽ مضمون لکيا آهن. هوءَ شاعره به آهي. سندس شاعريءَ جا ٻه مجموعا، هڪ اردوءَ ۾ 'نيل گگن تلي' ۽ ٻيو سنڌيءَ ۾ 'تم جي چانوري ۾' (2005ع) ڇپيل آهن.

**روشن تبسم** ڪهاڻيڪار ۽ شاعره آهي. سندس ٻه ڪتاب ڪهاڻين جو ڪتاب 'سوچن جي صليب' (1990ع) ۽ شاعريءَ جو مجموعو 'سپنا ۽ رابيل' (1990ع) ڇپيل آهن.

موجوده دور جي شاعرائن ۾ روبينه ابڙو جي شاعري سڀ کان وڌيڪ ڇپجندي رهي ٿي. هوءَ غزل ۽ نظم جي نهايت پختي شاعر آهي ۽ پنهنجي همعصر شاعرائن ۾ سڀ کان مقبول آهي. سندس شاعري سنڌ جي اڪثر ادبي رسالن ۽ اخبارن جي ادبي صفحن ۽ ميگزينن ۾ ڇپجندي رهي ٿي، پر سندس ڪو ڪتاب نه آيو آهي.

**شبنم گل**، سنڌ جي نامياري ڪهاڻيڪار ۽ شاعره آهي. سندس شاعريءَ جو ڪتاب 'آخري لفظ' (1994ع)، ڪهاڻين جو مجموعو 'اڻ چاتل شهر جو نقشو' ۽ آتم ڪٿائي ساروڻيون 'منهنجو سورج مکي' ڇپيل آهن.

**رخسانه پريت چنڙ** ڪهاڻيڪار، ڪالم نگار ۽ نئين ٽهيءَ جي نمائنده شاعر آهي. سندس هڪ ڪتاب 'پياسي سايبان، جل ٿل خواب' ڇپيل آهي.

**امر سنڌو** به سنڌيءَ جي بيباڪ ليکڪا ۽ شاعره آهي، سندس سوين ڪالم، ادبي ايپاس وغيره ڇپيل آهن. سندس شاعريءَ جو ڪتاب 'اوجاڳيل اکين جا خواب' تازو ڇپجي پڌرو ٿيو آهي.

**ومي سدارنگاڻي**، هند ۾ سنڌي تنقيد، ادبي ايپاس ۽ شاعريءَ جي حوالي سان نئين ٽهيءَ جي مقبول ليکڪا ۽ شاعره آهي. سندس

شاعريءَ جا ٻه ڪتاب: 'سونهري رنگ جي ڪاراڻ' ۽ 'سج الائي ڪٿي ڪِرِي پيو' ڇپيل آهن. هن ٻاراڻي ادب ۾ ٻه ڪيترا ڪتاب لکيا آهن، جهڙوڪ: 'ٻلِيءَ جو اسڪول'، 'ممي ائين ڇو آهي؟' (مونولاگ) ۽ 'سياڄهي راڻي'. ان ڪان سواءِ هن سنڌي پرائمريءَ جا ڪيترا نصابي ڪتاب به لکيا آهن ۽ پوني ۽ احمدآباد ٽيڪسٽ بڪ بورڊن جي ميمبر آهي.

اندور جي **رشمي راماڻي** به سنڌيءَ جي مقبول شاعره آهي. سندس شاعريءَ جا ڪتاب 'پيجرو' (1991ع)، 'ڪڏهن ڪڏهن' (1991ع) ۽ 'مان هڪ سنڌڻ' (2005ع) ڇپيل آهن.

اهڙيءَ طرح **لتا تهلياڻي** (الهاس نگر) به سٺي شاعره آهي. سندس شاعريءَ جا ٻه ڪتاب: 'الجهنون پيار جون' (1989ع) ۽ (2) بن بادل برسات' (2001ع) ڇپيل آهن.

**شبانه سنڌي**، پهرين 'سنجها سرواڻ' جي نالي سان لکندي هئي. هن ڪافي ڪهاڻيون لکيون آهن. 'اداس سانجهي' (2001ع) سندس ڪهاڻين جو مجموعو ڇپيل آهي. هوءَ شاعره به آهي. سندس شاعريءَ جو ڪتاب 'چنڊ، سمنڊ ۽ مان' (2006ع) ڇپيل آهي. سندس ناول 'ٻه ناوليٽ' عنوان سان ڇپجي مقبوليت ماڻي چڪو آهي، جنهن کي سنڌي لئنگئيج اٿارٽيءَ، 2011ع جي ڇپيل بهترين ناولن طور انعام ڏئي چڪي آهي.

**ارم محبوب** به نئين ٽهيءَ جي سٺي شاعره آهي، سندس شاعريءَ جو هڪ ڪتاب 'منهنجي ڌرتي' (نثري نظم: 1990ع) ڇپيل آهي.

باجارا (سيوهڻ) جي **فضا غزل** به نئين ٽهيءَ جي سٺي شاعره آهي، سندس شاعريءَ جو ڪتاب 'چنڊ ۽ چاهتون' (2001ع) ڇپيل آهي.

**ناياب سرڪش**، ناميارِي شاعر سرڪش سنڌيءَ جي نياڻي آهي. هوءَ ڪافي عرصي کان ڪالم نگاري ۽ شاعريءَ جي ميدان ۾ سرگرم آهي. هن جي شاعريءَ جا ٻه ڪتاب 'من ۾ آهين تون' (ڪالم ۽ شاعري: 2012ع) ۽ 'چا تا پڇو ته چا هيو؟' (سرڪش سنڌيءَ جي وڇوڙي بابت مختلف اديبن ۽ ليکڪن جا تاثرات ۽ منظوم خراج: ترتيب: 2013ع) ڇپيل آهن.

**منور سلطانه**، سلطانه وقاصيءَ جي ننڍي ڀيڻ پڻ شاعره آهي. سندس شاعريءَ جو ڪتاب 'ڳولا' (1981ع) ڇپيل آهي.

**حميره نور**، سنڌيءَ جي ڪالم نگار، ڪهاڻيڪار ۽ شاعره آهي. سندس ٽي ڪتاب: (1) 'زائفان ذات' (ڪالم ڪهاڻيون: 2006ع)، (2) درد جي خوشبو' (شاعري: 2004ع)، (3) 'تون ۽ مان' (شاعري: 2011ع) ڇپيل آهن.

**نسرين سيد** جا نثر توڙي شاعريءَ جا ٻه ڪتاب ڇپيل آهن: (1) 'من اندر ۾ ڪير ته آهي' (نثري ٽڪرا: 2006ع)، (2) 'اسان جي ڳلين ۾ اوهان جا حوالا' (شاعري: 2004ع).

**پشپا ولڀ** نئين ٽهيءَ جي نمائنده شاعر آهي، سندس شاعريءَ جا ٻه ڪتاب: دريءَ جي ٻاهران' (1985ع) ۽ 'بند اکين ۾ آسمان' ڇپيل آهن.

اهڙيءَ طرح **مهرالنساءِ لاڙڪ** سٺي شاعره آهي. سندس شاعريءَ جو ڪتاب 'رنگن جا اوڇاڳا' (2010ع) ڇپيل آهي.

**ماهين هيسباڻيءَ** جي شاعريءَ جو به هڪ ڪتاب 'تون' (2005ع) ڇپيل آهي.

**تانيا ٽيهي بانو جوکيي گلبدن جاويد مرزا، حسين مسرت، ريحانه چنڙ ريحانه نظير عرفانه ملاح، سهڻي پارس، نجمه پنهور، ثمينه ميمڻ** ۽ ٻيون ڪيتريون نوجوان ليکڪائون شاعراڻي ۽ ڪهاڻيءَ جي ميدان ۾ اڀريون آهن. **گلبدن جاويد مرزا**، سنڌي ادبي بورڊ جي عورتن جي رسالي 'سرتيون' جي ايڊيٽر آهي ۽ سُٺي شاعره آهي.

جيتوڻيڪ سنڌي لکندڙ عورتن مان ڪي لکڻ جي ميدان ۾ نيون نيون آهن، تڏهن به ايترو يقين سان چئي سگهجي ٿو ته منجهن تجربيڪار لکڻ وارين جو خاصو تعداد آهي، جن پنهنجي ٻولي، لکڻ جي طرز، ڪهاڻيءَ جي سٽ ۽ مرڪزي خيال ڪان ادبي حلقن ۾ چڱو داد حاصل ڪيو آهي. هن وقت نثر توڙي نظم جي ميدان ۾ عورتن جو چڱو وڏو تعداد طبع آزمائي ڪري رهيو آهي. سندن موضوع ڪائنات، انسان ۽ خاص ڪري عورتن جون پيڙائون رهيا آهن.

**سنڌي فيڊريشن آف سائوٿ انڊيا**: سنڌي فيڊريشن آف سائوٿ انڊيا، هندستان ۾ آباد سنڌين جي فلاح ۽ بهبود لاءِ رجسٽرڊ غير سرڪاري تنظيم آهي. هيءَ تنظيم 29 سيپٽمبر 1988ع تي تامل ناڊو رياست جي چنائي شهر ۾ رجسٽر ٿي. تنظيم جو باني چيئرمئن بهاري لعل ميندا ۽ سيڪريٽري گرمک ڪينگر هئا. تنظيم جو رجسٽريشن نمبر 233 آهي.

سنڌي فيڊريشن جي بنيادي مقصدن ۾ هندستان ۾ آباد سنڌين جي فلاح ۽ بهبود لاءِ ڪم ڪندڙ غير سرڪاري تنظيمن جي وچ ۾ باهمي رابطي لاءِ پليٽفارم مهيا ڪرڻ، سنڌين جي تعليم ۽ خواندگيءَ جي تناسب جي واڌاري لاءِ ڪوششون وٺڻ، سنڌي تهذيب ۽ ٻوليءَ جي بچاءَ ۽ واڌاري لاءِ گڏيل حڪمت عملي ترتيب ڏيڻ سميت نوجوانن جي سهائتا ۽ آل انڊيا سطح تي تعليم توڙي ٻين ميدانن ۾ پاڻ مڃائيندڙ نوجوانن جي همت افزائي ڪرڻ، شامل آهن.

فيڊريشن هر سال ڊسمبر مهيني ۾ آل انڊيا سطح جي گڏجاڻي ڪري سنڌين سان واسطيدار معاملن تي غور ويچار ڪرڻ ۽ انهن جي حل لاءِ حڪمت عملي طئي ڪئي ويندي آهي.

سنڌي فيڊريشن آف سائوٿ انڊيا خاص طور هندستان جي چئن ڏاکڻين رياستن: آنڌرا پرديش، ڪرناٽڪ، ڪيرالا ۽ تامل ناڊو ۾ ڪم ڪري ٿي. فيڊريشن تعليمي مقصدن لاءِ نوجوانن کي اسڪالرشپون ڏنيون وڃن ٿيون ۽ امتيازي نمبر حاصل ڪندڙن جي همت افزائيءَ لاءِ اوارڊ ڏنا وڃن ٿا.

فيڊريشن 24 سالن کان هر سال چار وڏا اوارڊ شائننگ اسٽار آف سائوٿ، سنڌو رتن، سنڌو ڀاشن، سنڌو شري اوارڊ مٿين مقصدن ۾ ڪامياب سنڌي نوجوانن کي ڏيندي پئي اچي.

ڊسمبر 2012ع ۾ فيڊريشن جو چوويهون (24) اجلاس حيدرآباد دکن ۾ منعقد ٿيو. جنهن ۾ 'شائننگ اسٽار آف سائوٿ' اوارڊ ڇئني رياستن ۾ تعليمي ادارن اندر پهريون پوزيشنون کٽندڙ سنڌي نوجوانن کي ڏنا ويا. جنهن سان گڏ 50000 روڪ ٽرافيون ۽ اعزازي سرٽيفڪيٽ به شامل هئا. اوارڊ ماڻيندڙن ۾: گهنشام ڪينگر (گريجوئيشن)، پرانسا اي. نارنگ (انٽر ڪامرس)، نيها سريش (انٽر سائنس) شامل هئا. سنڌو رتن اوارڊ، سماجي خدمتن، سنڌي ڪلچر، ٻولي ۽ ورثي جي بچاءَ ۽ واڌاري لاءِ جاکوڙيندڙ کي ڏنو ويجي ٿو. گذريل سال اهو اوارڊ پارتيه آهوجا، ديوداس ڇبنانند ۽ هريش بي. گولاٽيءَ کي ڏنو ويو.

سنڌي فيڊريشن آف سائوٿ انڊيا جو هن وقت چونڊيل صدر شيام جماٽي ۽ سيڪريٽري گرمک ڪينگر آهي. هيءَ تنظيم انڊيا ۾ سنڌين جي باهمي عمل، ٻولي، تعليم ۽ ڪلچر جي واڌاري لاءِ اهم اداري طور ڪم ڪري رهي آهي.

**سنڌي، قاضي احمد علي:** شيخ عالم قاضي احمد علي، چشتي سلسلي جو بزرگ ٿي گذريو آهي. سندس والد محمد عاقل پنهنجي وقت جو وڏو عالم ۽ بزرگ هو. هن جي ولادت مٺڻ ڪوٽ، ضلعي گهوٽڪيءَ ۾ ٿي. پنهنجي والد وٽ مٺڻ ڪوٽ ۾ تعليم و ترتيب حاصل ڪيائين. ان ڪانسواءِ پنهنجي والد جي مرشد شيخ نور محمد بن بندال چشتيءَ کان به فيض حاصل ڪيائين. گهڻو عرصو والد جي خدمت ۾ گذاريندو رهيو. طريقت به والد کان حاصل ڪيائين. جڏهن سندس والد وفات ڪئي ته ان جي ارشاد واري مسند تي ويٺو. سلوڪ سان گڏ تعليم جو ڪم جاري رکيائين. هن جولاءِ 1816ع ۾ وفات ڪئي.

**سنڌي، قاضي محمد عاقل:** عالم ۽ بزرگ محمد عاقل بن محمد شريف، سنڌ ۽ پنجاب جي سرحد وٽ ڳوٺ مٺڻ ڪوٽ ۾ جنم ورتو. قرآن مجيد جي تعليم حاصل ڪري، بعد ۾ قرآت سکيائين. درسي ڪتاب پنهنجي والد وٽ پڙهيو. تعليم مان فراغت کانپوءِ مٺڻ ڪوٽ ۾ مدرسو قائم ڪيائين. مدرسي ۾ پڙهائڻ سان گڏ پاڻ به پڙهندو رهيو. ان کانپوءِ شيخ نور محمد هاروني چشتيءَ جي صحبت اختيار ڪري، ان کان طريقت جو علم حاصل ڪيائين. مرشد جي حياتيءَ ۾ ئي پاڻ وڏو رتبو حاصل ڪيائين. پاڻ مرشد جي پيروي ڪندي چشتي طريقي جي واڌاري لاءِ تبليغ ڪندو هو. ڪيترن ئي عالمن ۽ مشائخن وٽائنس فيض پرايو. متقي، پرهيزگار ۽ عبادتگذار هوندو هو. اڪثر وقت عبادت ۽ ديني تبليغ ۾ گذاريندو هو. دنياوي ڪمن کان پري رهندو هو. هن 16 جون 1815ع تي وفات ڪئي.

**سنڌي ڪافيون (قلمي):** هن قلمي نسخي ۾ سنڌ جي ڪيترن ئي شاعرن جون سنڌي ڪافيون موجود آهن. ان کان سواءِ سنڌ جي ڪجهه شاعرن جون سرائڪي ۽ اردوءَ ۾ پڻ ڪافيون موجود آهن. بياض جي آخر ۾ سنڌي بيت موجود آهن. قلمي نسخي جي شروعات هن طرح ٿيل آهي.

"آهي ته اجهاڳو پنڌ ڙي اديون"

۽ اختتام هيئن ٿيل آهي:

"هرڪو هلي ويو وارو وڃائي دانهن دلي سوڏو"

هي قلمي نسخو خط نسخ ۾ ڪتابت ٿيل آهي. جنهن جا شروعاتي ۽ آخري صفحا ضايع ٿي چڪا آهن. جنهنڪري ڪاتب سال ڪتابت جي خبر نه ٿي پوي. 249 صفحن تي مشتمل سنڌي ڪافين جو هي قلمي نسخو سنڌي ادبي بورڊ جي قلمي نسخن ۾ محفوظ آهي.

**سنڌي ڪلچر:** 'ڪلچر' لفظ جي لغوي معنيٰ آهي 'پرورش ڪرڻ' ۽ 'کيڙڻ' ۽ ان جو مقصد سڌارڻ ۽ سنوبنائڻ به آهي. ٻين لفظن ۾ هيئن چئجي ته ڪلچر معنيٰ کيڙڻ ۽ سڌارڻ، پر ڪلچر جي سادن ۽ سليس اکرن ۾ معنيٰ آهي ته "زندگي گذارڻ جو طريقو". ڪلچر جي تشڪيل ۾ ٻه شيون تمام اهم ڪردار ادا ڪن ٿيون: هڪ ٻولي ۽ ٻيو مذهب.



سائين جي. ايم. سيد پنهنجي ڪتاب 'سنڌي ڪلچر' ۾ لکي ٿو ته: "ڪلچر لاءِ ثقافت، تهذيب ۽ سڀيتا جي لفظن جو استعمال ڪيو وڃي ٿو پر جيتري قدر مون کوجنا ڪئي آهي، اهي لفظ ڪلچر جو نعم البدل ٿي نٿا سگهن. لغتن ۾ ثقافت جي معنيٰ عقل وڌائڻ سان ڪئي وئي آهي، جنهن جو تعلق صرف ذهني ڳالهين سان ٿيندو، تهذيب جو واسطو ظاهري ۽ نفسياتي آراستگيءَ سان رهي ٿو سڀيتا مان ڪم و بيش تهذيب ۽ تمدن جي معنيٰ نڪري ٿي. منهنجي سمجهه ۾ ڪلچر جو لفظ وڌيڪ جامع آهي، تنهنڪري ان کي وڌيڪ بحال رکيو اٿم. جنهن مان ثقافت، تهذيب ۽ تمدن ٽنهي جو مطلب نڪري سگهي ٿو."

ڪلچر جي معنيٰ بيان ٿي چڪي آهي ۽ هن جي اصطلاحي معنيٰ 'انسان جي زندگي گذارڻ جو طريقو" آهي. جيئن ته انسان جو تعلق انهيءَ زمين سان آهي جتي هو رهي ٿو تنهنڪري انهي زمين جي ساخت، آبهوا، آبادي، جنگلي جيوت، وڻ ٽڻ، ريتون رسمون ۽ گهر گهاٽ سندس زندگيءَ تي اثر انداز ٿين ٿا. ڪلچر ۾ ذهني ترقي، آداب و اخلاق، تهذيب و تمدن اچن ٿا ۽ ڪلچر ماحول ۽ ضرورت هيٺ جنم وٺي ٿو انهيءَ لحاظ کان ڪلچر هر شخص جي ضرورت آهي ۽ هر شخص ڪلچر ۾ پنهنجو پنهنجو ڪردار ادا ڪندو رهي ٿو موجوده دؤر جي محققن ڪلچر جي دائري ۾ تهذيب، تمدن، مذهب، فلسفي، ڪاريگرين

(Skills)، آرٽ (فنون لطيف)، ٻوليءَ، رهڻي ڪهڻيءَ ۽ معاشرت کي به شامل ڪري ڇڏيو آهي ۽ تهذيب ۾ هر قسم جو ٽيڪنيڪي علم پڻ شامل آهي. ڪلچر جي ترقيءَ ۾ تهذيب اهم ڪردار ادا ڪري ٿي. ڪلچر تهذيب يافته توڙي غير تهذيب يافته ٿي سگهي ٿو. ڪلچر قومن جي عروج ۽ زوال ۾ پڻ وڏو اهم ڪردار ادا ڪري ٿو.

ڊاڪٽر جميل جالبي پنهنجي ڪتاب 'پاڪستاني ڪلچر' ۾ لکي ٿو ته. "ڪلچر جي سلسلي ۾ ٻه لفظ استعمال ڪيندا رهيا آهن. انهن مان هڪ لفظ 'تهذيب' آهي ۽ ٻيو لفظ 'ثقافت' آهي. تهذيب جو لفظ صدين کان نه صرف اسان جي ٻوليءَ ۾ بلڪ عربي ۽ فارسيءَ ۾ پڻ مروج آهي. عربي ٻوليءَ ۾ لفظ تهذيب جي معنيٰ آهي درخت پوکڻ، ڪٽڻ ۽ ان جي اصطلاح ڪرڻ. تهذيب لفظ مجازي معنيٰ ۾ شائستگيءَ طور استعمال ٿئي ٿو جنهن ۾ خوش اخلاقي، طور طريقا،



گفتار ۽ ڪردار جي شائستگي شامل آهي. ٻيو لفظ 'ثقافت' آهي. 'لسان العرب' ۾ هن جي معنيٰ ٻڌايل آهي ته علوم و فنون و ادبيات تي قدرت و مهارت، ڪنهن شيءِ کي تيزيءَ سان سمجهڻ ۽ ان ۾ مهارت حاصل ڪرڻ، سڌو ڪرڻ. گويا لفظ 'ثقافت' انهن شين سان تعلق رکي ٿو، جن جو تعلق اسان جي ذهن سان آهي. هاڻي واضح ٿيو ته لفظ 'تهذيب' جو زور خارجي شين ۽ طرز عمل جي ان اظهار تي آهي، جنهن ۾ خوش اخلاقي، طور طريقا، گفتار ۽ ڪردار شامل آهن ۽ لفظ 'ثقافت' جو زور ذهني صفتن تي آهي، جن ۾ علوم و فنون ۾ مهارت حاصل ڪرڻ ۽ ترقي ڏيڻ جهڙيون صفتون شامل آهن. مون لفظ تهذيب ۽ ثقافت جي معنائن کي يڪجا ڪري انهن لاءِ هڪ ئي لفظ 'ڪلچر' استعمال ڪيو آهي."

سبط حسن پنهنجي ڪتاب 'پاڪستان ۾ تهذيب ڪا ارتقا' ۾ ڪلچر بابت لکي ٿو ته، "ڪنهن معاشري جي بامقصد تخليقن ۽ سماجي قدرن جي نظام کي تهذيب چئجي ٿو. تهذيب معاشري جي طرز زندگي ۽ طرز فڪر و احساس جو جوهر ٿئي ٿي، انهي ڪري زبان، آلات و اوزار، پيداوار جا طريقا، سماجي رشتا، رهڻي ڪهڻي، فنون لطيف، علم و ادب، فلسفو، حڪمت، عقيدا، اخلاقي قدر، عادتون، قصا، رسمون ۽ روايتون، عشق و محبت ۽ خانداني تعلقات وغيره تهذيب جي دائري ۾ اچن ٿا.

انگريزي زبان ۾ تهذيب لاءِ 'ڪلچر' جو اصطلاح استعمال ٿئي ٿو. ڪلچر لاطيني ٻوليءَ جو لفظ آهي، جنهن جي لغوي معنيٰ آهي "زراعت، ماکيءَ جون مکيون، ريشم جو ڪيڙو، سپون، جسماني يا ذهني اصلاح ۽ ترقي، هارپو ڪرڻ" وغيره.

اردو، فارسي ۽ عربيءَ ۾ ڪلچر لاءِ تهذيب جو لفظ استعمال ٿئي ٿو. تهذيب عربي ٻوليءَ جو لفظ آهي. عربيءَ ۾ لغوي معنيٰ آهي "وڻ ٽڻ ۽ ٻوٽن کي هٽڻ ۽ ڪٽڻ". فارسيءَ ۾ تهذيب جي معنيٰ آهي "آراستن پيراستن، پاڪ و درست ڪردن و اصلاح نمودن". اردوءَ ۾ هي لفظ شائستگيءَ لاءِ استعمال ٿئي ٿو. مثلاً: جڏهن اسين چئون ٿا ته فلاڻو ماڻهو وڏو مهذب يا تهذيب يافته آهي ته ان مان مراد هي هوندي آهي مذڪور شخص جو ڳالهه ٻولهه ڪرڻ، اٿڻ ويهڻ، کائڻ پيئڻ جو انداز ۽ رهڻي ڪهڻيءَ جو طريقو اسان جي روايتي معيار مطابق آهي، هو اسان جي طور طريقن کي سهڻي نموني ادا ڪري ٿو ۽ شعر شاعري يا فنون لطيفه جو ذوق رکي ٿو.

تهذيب جو هي مفهوم دراصل ايران ۽ هندستان جي اميرن ۽ سردارن جي زندگيءَ جو عڪس آهي. هي ماڻهو تهذيب جي تخليقي عمل ۾ خود شريڪ نه ٿيندا هئا ۽ نه تخليقي عمل ۽ تهذيب ۾ جيڪو رشتو آهي، ان جي اهميت کي محسوس ڪندا هئا. هو تهذيب جي نعمتن مان لطف اندوز ٿيڻ ته ڄاڻندا هئا، پر فقط تماشائي بڻجي. انهيءَ ڪري تهذيب جو تخليقي ڪردار انهن جي نظرن کان اوجهل رهيو ۽ هو آداب مجلس جي پابندي ئي کي تهذيب سمجهڻ لڳا. هو جڏهن 'تهذيب نفس' يا "تهذيب اخلاق جو ذڪر ڪندا هئا ته ان مان انهن جي مراد نفس يا اخلاق جي طهارت يا اصلاح هوندي آهي."

سنڌ جو ڪلچر گهڻو قديم آهي. سنڌ ڌرتي صدين کان ڪيترن ئي غير ملڪي خاندانن جي حڪومت ۾ رهي آهي. سنڌ جي سرزمين پنهنجي مشهور شهرن، شاهوڪار بندرن، زرخيزي ۽ شادابيءَ سبب بين الاقوامي مرڪز رهي آهي. آثار قديمه جي ماهرن 5000 سال اڳ واري سنڌو تهذيب ڪانپوءِ وارن دورن بابت اهو ثابت ڪيو آهي ته، سنڌ جي ڪلچر تي عربن جي حملي کان گهڻو اڳ، ايرانين، سفيد هنن، سٿين ۽ پارٿين جو گهرو اثر هو. مذهبي لحاظ کان هتي هندو مت، ٻڌ مت، جين مت ۽ آخر ۾ اسلام جي اثر سبب پڻ هتان جي ڪلچر تي انهن جا اثر پيا.

516 ق.م ۾ ايران جي حاڪم دارا اعظم (اول) سنڌو نديءَ جي چوڙ تائين ڪاهي آيو ۽ هي خطو پنهنجي قبضي ۾ ڪيائين. 325 ق.م ۾ سڪندر اعظم، 180 ق.م ۾ بختر (باختري) قوم جي حاڪمن، 70 ق.م ۾ سٿين ۽ سفيدهن گهراڻي سنڌ تي گهرا اثر ڇڏيا.

سنڌ جي تهذيب سنڌو نديءَ جي سوغات آهي. سنڌي ڪلچر ان تهذيب جو مرهون منت آهي، جيڪا هزارن سالن کان سنڌو نديءَ جي

ڪنارن تي پروان چڙهندي پئي اچي ۽ موجوده دؤر تائين پهچي عظيم هستيون پيدا ڪيائين. جن ۾ مخدوم بلاول، حضرت شاهه عبداللطيف ڀٽائي. شاهه عنايت شهيد ۽ سچل سرمست وغيره شامل آهن. ’سنڌي ڪلچر‘ ڪتاب ۾ غلام رباني آگرو لکي ٿو ته: ”تاريخي پس منظر ۾ ڏٺو ويندو ته معلوم ٿيندو ته خود هند جي فلسفي ۽ ڪلچر تي سنڌ جي ڪلچر ۽ فلسفي جي مهر لڳل آهي.“

دنيا جي مڃيل هندو فلاسافر ۽ ڪلچر جي ترجمان ۽ شارح پروفيسر راڌا ڪرشنن پنهنجي جڳ مشهور ڪتاب ’Hindu View of Life‘ ۾ لکيو آهي ته: ”هندو فلسفي ۽ ڪلچر جا بنيادي ڪتاب ’ويد‘ آهن ۽ پاڻ ئي اعتراف ڪيو اٿس ته آرين اهي ويد سنڌوءَ جي ڪنارن تي لکيا هئا ۽ رگ ويد جي ڪن بيتن ۾ سنڌو نديءَ جي تعريف ڪيل آهي.“

پروفيسر ڪي. ايم. سين نالي جڳ مشهور محقق جيڪو رابندرناٿ ٽئگور جو مرڻ گهڙيءَ تائين ساٿي هو، پنهنجي مشهور ڪتاب ’Hinduism‘ ۾ لکي ٿو ته: ”آرين سنڌو ماٿريءَ جي رهاڪن کان



متاثر ٿي سنڌن ڪي مذهبي نظريا قبول ڪيا، اهڙو مواد اٿرويد ۾ موجود آهي.“ اڳتي مسٽر سين موهن جي دڙي جي تهذيب جو ذڪر ڪندي سنڌو ماٿريءَ جي رهاڪن جي ڪلچر ڪي گهڻو ساراهيو آهي. هي لکي ٿو ته: ”سنڌو ماٿريءَ جي تهذيب جي بنياد وجهندڙ هڙپا ۽ موهن جي دڙي جي رهاڪن کي سون، چاندي، ٽامي، جست ۽ ٽين جي استعمال جي ڳڻتي ڄاڻ هئي ۽ لکڻ پڙهڻ ڄاڻندا هئا. جڏهن موهن جي دڙي جي ٻولي پڙهي ويندي، تڏهن وڌيڪ اها ڳالهه چٽي ٿيندي. وڻن واپاري طبقو به هو ۽ ڪن هنرن ۽ ڪاريگرين ۾ ته تمام هوشيار هئا.“

اڳتي لکي ٿو ته: ”هڙپا ۽ موهن جي دڙي جي کوٽائيءَ مان ’گڏجي عبادت ڪرڻ جون ڪي جايون‘ ناهن مليون، پر ايترو چئي سگهجي ٿو ته سنڌو ماٿريءَ جا رهاڪو ’لامذهب‘ نه هئا.“

هند جي سرزمين تي اسلام سڀ کان پهرين سنڌ ۾ رائج ٿيو ۽ سنڌ ۾ سڀ کان اول ٻڌمت جي پوئلڳن اسلام قبول ڪيو. اهڙي ريت سنڌي ڪلچر، هندو ڪلچر ۽ ٻڌمت جي تعليم جون سرحدون اُڪري هڪ نئين دور ۾ داخل ٿيون. سنڌ جي ڪلچر ۾ صوفين جو پڻ اهم ڪردار رهيو آهي. سنڌ جي صوفين ڪنهن به ڏاڍ ۽ ڏمراڳين سرنه جهڪايو. هر دؤر ۾ هر قسم جي ظلم ۽ ڏاڍ جو مردانه وار مقابلو ڪيو آهي. هنن پيغمبر جي سنت پوري ڪئي آهي، ظلم خلاف جهاد ڪيائون. مخدوم بلاول لشڪر جو مهندار ٿي حق ۽ انصاف جي راهه ۾ وڙهيو هن ڪڏهن به آڻ نه مڃي ۽ آخر شهادت ماڻيائين. شاهه شهيد هيڻن ۽ مسڪينن جي حمايت ڪئي. سندس اڳواڻي ڪئي، جهاد ڪيائين ۽ شهادت ماڻيائين.

محققن جو چوڻ آهي ته انساني ڪلچر جو بنياد سهپ (Tolerance) جي اصول تي ٻڌل آهي. جنهن معاشري مان سهپ جو مادو ختم ٿي وڃي ٿو اهو معاشرو غير مهذب ۽ منفي قوتن، خانه جنگي ۽ افراتفري جو شڪار ٿي وڃي ٿو سهپ تيسين ممڪن نه آهي، جيسين ماڻهوءَ ۾ قرباني جو مادو ڪونهي. قرباني اهوئي ڏيندو جيڪو رواداريءَ جو قائل هجي. رواداري جنهن چشمي مان سيراب ٿئي ٿي، ان جو نالو ’محبت‘ آهي. اهوئي سبب آهي جو تصوف جو پيغام ’محبت جو پيغام‘ آهي ۽ سنڌ جي صوفين ’انسانذات جي برابري ۽ ڀائپيءَ‘ جو نعرو هنيو آهي. نفرت جو لفظ صوفين جي لغت ۾ متروڪ آهي.

سنڌ جي ڪلچر ۾ شادي غميءَ جون رسمون، قبيلائي ۽ مذهبي ڏڻ/ وار، سماجي دستور ۽ قومي ڪردار، حب الوطني ۽ قوم پرستي، سخاوت ۽ ايثار، اهنسا يا عدم تشدد، رواداري يا بي تعصبي، روايات جي حمايت ۽ غيرت، آزاديءَ جي تمنا، ڏاڍ جو مقابلو ۽ سنڌي آرٽ (اديب فنون لطيف) جو اهم ڪردار رهيو آهي. هر دؤر ۾ سنڌي ڪلچر ڪنهن نه ڪنهن شڪل ۾ زنده رهندو اچي ۽ اهو صرف ان ڪري جو سنڌو ماٿريءَ جا رهاڪو ازل کان وٺي انسان دوست، مهذب، همدرد رهيا آهن. ان سان گڏوگڏ جانورن ۽ ٻين ساهوارن لاءِ قياس ۽ ڪهل ڪرڻ پڻ سنڌي ڪلچر جو حصو آهي. مجموعي طرح سان سنڌ ڌرتيءَ جو ڪلچر پنهنجي جدا سڃاڻپ ۽ خصوصيتون رکي ٿو.

**سنڌي لنگئافون: ٽيڪسٽ بڪ**: سنڌي لئنگئيج اٿارٽيءَ جي بنيادي مقصدن: سنڌي زبان جي تدريس (Teaching of Sindhi Language)، سنڌي زبان جي دفترن ۾ استعمال (Official use of Sindhi Language) ۽ سنڌي زبان جي ترقي ۽ واڌويجهه (Promotion & development of Sindhi Language) کي




آڏو رکندي، مختلف دؤرن ۾، مختلف چيئرمئن، ڪيترا ڪم ڪيا. ان ڏس ۾ ڪراچي ۽ حيدرآباد ۾ سنڌي زبان نه ڄاڻندڙ سرڪاري ملازمن ۽ عام شهرين لاءِ تدريسي ڪلاس هلايا ويا. خاص ڪري ڊاڪٽر غلام علي الانا جي وقت ۾ ڪلاسن هلائڻ سان سنڌي زبان سيکارڻ واري مقصد لاءِ ڪتابن ۽ ڪئسيٽن جي تياريءَ طرف ڌيان ڏنو ويو ۽ سنڌي

زبان جي تدريسي اصولن کي سامهون رکي، 'اسڪيم آف اسٽڊيز' (Scheme of Studies) تيار ڪئي وئي ۽ ماضيءَ ۾ غير سنڌين لاءِ اردو ۽ انگريزيءَ ۾ ڇپايل ڪتاب نظرمان ڪڍيا ويا ۽ جديد دور جي تقاضائن ۽ تيز ترين مواصلاتي ضرورت کي محسوس ڪندي دنيا جي ترقي يافته ايجوڪيشنل ٽيڪنالاجي ۽ فاصلاتي تعليم جي طريقي هيٺ، سنڌي زبان سِکڻ لاءِ سنڌي لنگئافون (Sindhi Linguaphone) تيار ڪيو ويو، جنهن جي پئڪيج ۾ هڪ ٽيڪسٽ بڪ، هڪ ورڪ بڪ ۽ ڇهه آڊيو ڪئسيٽون تيار ڪيون ويون. ٽيڪسٽ بڪ ۽ ورڪ بڪ جو مواد ڊاڪٽر غلام علي الانا لکيو ۽ ورڪ بڪ جون تصويرون نامور آرٽسٽ علي اڪبر سومري کان ٺهرايون ويون ۽ انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجيءَ جي اڳوڻي ڊپٽي ڊائريڪٽر محمد قاسم ماڪا جي



سهڪار سان ڪتابن جي تياريءَ بعد آڊيو ڪئسيٽن جي رڪارڊنگ ڪئي وئي. ان ڏس ۾ ڊاڪٽر نسرين جوڻيجو جي سول لائين حيدرآباد واري گهر جي هڪ ڪمري کي اسٽوڊيو طور ڪم آندو ويو ۽ ڇهن آڊيو ڪئسيٽن جو سيٽ محترمه ماهين هيسباڻيءَ ۽ محمد قاسم ماڪا جي پٽ آفتاب ڪاڪا جي آوازن ۾ مڪمل رڪارڊ ڪيو ويو.

سنڌي لنگئافون جي هن پئڪيج وسيلي سنڌي زبان جي نصاب کي ڪلاس روم بدران آڊيو ڪئسيٽن ۾ بند ڪيو ويو آهي. فاصلاتي تعليمي نظام جي هن جديد تدريسي طريقي جي مدد سان، خود سکيا (self learning) وسيلي زبان سکڻ جا اصول ۽ طريقا ڪم آندا ويا آهن. ٽيڪسٽ بڪ جي مواد کي 18 يونٽن ۽ ڪيترن سبقن ۾ ورهايو ويو آهي. هر سبق سنڌي زبان جي قاعدي جو هڪ حصو آهي، جنهن ذريعي سنڌي زبان جو صوتياتي نظام، گرامر، عام گفتگو، اصطلاح، عام ڳالهه ٻولهه ۾ ڪم ايندڙ لفظن جو ذخيرو، چوڻيون وغيره چڱيءَ ريت سکي سگهجن ٿيون.

هن ڪتاب ۾ ايجوڪيشنل ٽيڪنالاجيءَ جي مدد سان سنڌي نصاب جو خود تدريسي طريقو (self learning system) ۽ استادن لاءِ هدايتون شامل آهن. آڊيو ڪئسيٽن جي رهنمائيءَ ۾ ٽيڪسٽ بڪ ذريعي زبان سکڻ ڪانپوءِ ورڪ بڪ خود تدريسي ۽ خود آزمائشي طريقي موجب ڇڻ ته هڪ استاد آهي ۽ هي طريقو فاصلاتي تعليمي نظام (Distance Teaching system) جي اصولن موجب آهي.

ٽيڪسٽ بڪ جو مهاڳ اٿارٽيءَ جي ان وقت جي سيڪريٽري تاج جويي جو لکيل ۽ ڪتاب جو پيش لفظ ۽ مواد ڊاڪٽر الانا جو تيار ڪيل آهي.

ڊبل ڪرائون سائيز جي 407 صفحن تي مشتمل ٽيڪسٽ بڪ ٿوري ساڳيءَ سائيز جي 224 صفحن تي مشتمل ورڪ بڪ ۽ ڇهن ڪئسيٽن تي مشتمل مڪمل پئڪيج، سنڌي لئنگئيج اٿارٽيءَ، 1999ع ۾ تيار ڪيو ۽ ڇپائي پڌرو ڪيو. هن مڪمل پئڪيج جي قيمت پاڪستان اندر 600 روپيا ۽ پاڪستان کان ٻاهر 50 آمريڪي ڊالر رکي وئي آهي.

**سنڌي لوڪ ڪهاڻيون**_1 (ڪتاب): سنڌي لوڪ ادب کي سهيڙڻ جي اسڪيم، سنڌي ادبي بورڊ، 1956ع ۾ منظور ڪري، ان جي عملي نگراني ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ جي حوالي ڪئي. ان اسڪيم هيٺ 1957ع کان وٺي سنڌي لوڪ ادب جون مختلف جنسون ۽ صنفون سهيڙيون ويون.



لوڪ ادب اسڪيم هيٺ سنڌي لوڪ ڪهاڻين جا هيٺيان ست ڪتاب، مرتب ڪري ڇپايا ويا: (1) بادشاهن ۽ راڻين، شهزادن ۽ شهزادين جون ڳالهيون، (2) بادشاهن، وزيرن ۽ سوداگرن جون ڳالهيون، (3) پرين، ديون، جادوگرن ۽ ڏائڻين جون ڳالهيون، (4) بادشاهن، شاهوڪارن، ڏاهن، ٺڳن ۽ ٻين جون ڳالهيون، (5) ٻاراڻيون آکاڻيون، (6) جانورن ۽ پکين جون آکاڻيون، (7) ڳاهن سان ڳالهيون.

'سنڌي لوڪ ڪهاڻيون' جلد پهرئين جي 25 صفحن تي مشتمل تفصيلي مقدمي ۾، ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ، لوڪ ڪهاڻين جي علمي اهميت ۽ ابتدا، اهم ڪردارن جي نوعيت، تاريخي پسمنظر، ڪهاڻين جي روايت، صحت، پلاٽ، اندروني ستاءَ وغيره جي مکيه پهلوئن تي تفصيلي بحث ڪيو آهي.

'سنڌي لوڪ ڪهاڻيون- جلد پهريون'، 'لوڪ ادب' سلسلي جو ايڪيهون (21) ڪتاب آهي، جنهن ۾ بادشاهن ۽ راڻين، شهزادن ۽ شهزادين جون ڳالهيون شامل ڪيون ويون آهن. هي ڳالهيون، سنڌ جي ڪنڊ ڪڙڇ ۾ مروج رهيون آهن، جن کي مختلف ڪارڪنن، استادن ۽ لوڪ ادب اسڪيم هيٺ مقرر ڪيل ڪارڪنن وسيلي پهرين گڏ ڪيو ۽ سهيڙيو ويو، ۽ پوءِ ڇنڊڇاڻ ڪري بهتر روايتن کي شامل ڪيو ويو. هن ڪتاب ۾ جملي 39 ڪهاڻيون شامل آهن، جن کي مرڪزي خيال جي لحاظ کان هيٺينءَ ريت ورڇيو ويو آهي:

- همتون ۽ ڪشالا (ڪهاڻي نمبر 1، 2، 3، 4، 8، 15، 20، 25، 35، 36، 37، 38)
- پهلواني ۽ زور آزمائيءَ جا ڪارناما (ڪهاڻي نمبر 5، 6، 7 ۽ 36)
- ٻڪرار جي سياڻپ (ڪهاڻي نمبر 11)
- بادشاهه جي سياڻپ (ڪهاڻي نمبر 24)
- وزير جي بادشاهه کي نصيحت (ڪهاڻي نمبر 23)

- ڏندڪٿا (ڪهاڻي نمبر 12، 13، 19، 28، 29، 30)
- جادو ۽ خريب (ڪهاڻي نمبر 20، 21 ۽ 22)
- ڀاڄين جي رقابت (ڪهاڻي نمبر 1، 2، 3، 13، 17، 26، 31 ۽ 34)
- ماٽيجي ماءُ جو برتاءُ (ڪهاڻي نمبر 17)
- زالن جو خصوصيتون (ڪهاڻي نمبر 18)
- عورتن جو عقل، خوداعتمادي ۽ بخت (ڪهاڻي نمبر 33 ۽ 134)
- زال جي پنهنجي عقل سان مڙس جي مدد ڪرڻ (ڪهاڻي نمبر 29، 31، 32)
- زال جو مڙس کي سبق سيکارڻ (ڪهاڻي نمبر 14، 16، 28 ۽ 29)
- حرفت ۽ چالاڪيءَ سان چوري (ڪهاڻي نمبر 26، 27)
- ڪل ۽ چرچو (ڪهاڻي نمبر 9 ۽ 10)

ڊيمي سائيز جو، سنڌي لوڪ ڪهاڻين جو هي پهريون جلد 1960ع ۾ سنڌي ادبي بورڊ ڇپائي پڌرو ڪيو. ان جو ٻيو ڇاپو 1981ع، ٽيون ڇاپو 1987ع، چوٿون ڇاپو 1992ع، پنجون ڇاپو 2000ع، ڇهون ڇاپو 2004ع، ستون ڇاپو 2005ع ۽ اٺون ڇاپو 2008ع ۾ ڇپجي پڌرا ٿيا آهن. اٺين ڇاپي جي قيمت 260 روپيا آهي.




سنڌي لوڪ ڪهاڻين جي پهرئين جلد جو اردوءَ ۾ ڊاڪٽر سعديه نسيم آرا سرتاج 'لوڪ ڪهانيان' (حصہ اول) عنوان سان ترجمو ڪيو آهي، جيڪو 2007ع ۾ سنڌي ادبي بورڊ شايع ڪيو آهي ۽ ان جي قيمت 300 روپيا آهي.

**سنڌي لوڪ ڪهاڻيون_2 (ڪتاب)**: 'سنڌي لوڪ ادب رٿا' هيٺ سنڌي لوڪ ڪهاڻين جي هن ٻئي جلد جو مرتب پڻ ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ آهي. هن جلد ۾ 'بادشاهن، وزيرن ۽ سوداگرن جون ڳالهيون' شامل آهن. هي ڪتاب لوڪ ادب سلسلي جو ٻاويهون ڪتاب آهي. ان جو بنيادي مواد جولاءِ 1958ع تائين گڏ ٿيو. سڄي مواد کي ڇڪاسي، مختلف روايتن کي پيٽي، ترتيب ڏئي، ڊسمبر 1959ع ۾ ڪتاب جو مسودو تيار ڪيو ويو ۽ مارچ 1962ع ۾ مسودي جي آخرين تصحيح ڪري، پريس ڪاپي شايع ٿيڻ لاءِ ڏني وئي، ۽ ڪتاب جو پهريون ڇاپو فبروري 1963ع ۾ ڇپجي پڌرو ٿيو.



هن ڪتاب ۾ شامل ڪهاڻين کي مرڪزي خيال جي لحاظ کان هيٺينءَ ريت ورڇيو ويو:

- همتون ۽ ڪشالا (ڪهاڻي: 1، 2، 12، 14، 27، 30 ۽ 31)
- تڪڙ ڪم شيطان جو (ڪهاڻي: 3 ۽ 4)
- وعدي خلافيءَ جي سزا (ڪهاڻي 5)
- ڏند ڪٿا (ڪهاڻي نمبر 6)
- نصيحت ڪهاڻي (ڪهاڻي 7، 11، 26، 34، 38)
- مرد جو عقل (ڪهاڻي: 10، 17، 19، 20، 22، 28، 33، 37)
- عورت جو عقل (ڪهاڻي: 8، 18، 25، 32)
- ڀاڳ ۽ نڀاڳ (ڪهاڻي نمبر 9، 29)
- خيرات جي برڪت (ڪهاڻي نمبر 13)
- بيوقوفي (ڪهاڻي نمبر 35، 36)

هنن ڪهاڻين جي سٽا پهرئين جلد ۾ شامل ڪهاڻين جهڙي آهي. انساني ڪردارن ۾ بادشاهه، شهزادا، شهزاديون، امير، وزير، سوداگر ۽ عام ماڻهو آهن. غيبي ڪردارن ۾ ديو، جن ۽ پريون اچي وڃن ٿا. ان کان سواءِ ڪن ڪهاڻين جا ڪردار جادوگرياڻيون ۽ راڪاس آهن. جتي غيبي ڪردار پنهنجن ڪمن ۾ مصروف آهن، اُتي انساني طاقتون ٻه پنهنجي ڀرپور سگهه سان موجود آهن. ٻنهي مان سوڀ انهن جي ٿئي ٿي، جيڪي حق تي آهن. نيڪي ۽ بديءَ جي اها جنگ ان وقت کان هلندڙ آهي، جڏهن انسان ۾ شعور- غور ۽ ويچار جو مادو پيدا ٿيو.

هن جلد ۾ جملي 37 ڪهاڻيون شامل آهن.

ڊيمي سائيز جي 240 صفحن تي مشتمل هن ڪتاب جو پهريون ڇاپو، سنڌي ادبي بورڊ، فبروري 1963ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو. جڏهن ته ٻيو ڇاپو ڊسمبر 1977ع، ٽيون ڇاپو آگسٽ 1987ع، چوٿون ڇاپو ڊسمبر 1993ع، چوٿون ڇاپو آگسٽ 2000ع، پنجون ڇاپو جنوري 2004ع، ڇهون ڇاپو اپريل 2004ع، ستون ڇاپو مئي 2004ع ۽ اٺون ڇاپو مارچ 2007ع ۾ ڇپجي پڌرو ٿيو. ڪتاب جي آخري ڇاپي جي قيمت 90 روپيا آهي.

**سنڌي لوڪ ڪهاڻيون_3 (ڪتاب)**: 'سنڌي لوڪ ڪهاڻيون'، جلد ٽيون پڻ ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ جو ترتيب ڏنل آهي. هن جلد ۾ پرين، ديون، جادوگرن، ڏائڻين ۽ نجومين جون ڳالهيون شامل آهن. هي لوڪ ادب سلسلي جو ٽيويهون (23) ڪتاب آهي، جنهن جو مواد ڇڪاسي، مختلف روايتن کي پيٽي، ترتيب ڏئي، سيپٽمبر 1959ع ۾ مسودو تيار ڪيو ويو ۽ جنوري 1962ع ۾ مسودي جي آخري تصحيح ڪري پريس ڪاپي شايع ٿيڻ لاءِ ڏني وئي ۽ ان جو پهريون ڇاپو مارچ 1963ع ۾ شايع ٿيو.



هن جلد ۾ شامل لوڪ ڪهاڻيون 'ڪلاسيڪي قالب' واريون آهن، جن جا ڪردار- جن، پريون، ديوَ، ڏائڻيون، ڏوتيون، جادوگر ۽ جادوگرياڻيون آهن، ۽ سندن مقابلي ۾ عام معاشري جا انسان آهن. هن مجموعي ۾ اڪثر ڪهاڻين جو مرڪزي خيال 'ڪشالا ۽ همتون' آهي، جيتوڻيڪ ڪيترين ئي ڪهاڻين ۾ ٻيا مکيه مقصد پڻ ملن ٿا، جيئن ته:

- حق جي فتح (ڪهاڻي نمبر 1)

- جهڙي ڪرڻي تهڙي ڀرڻي (ڪهاڻي نمبر 29)
- همتون ۽ ڪشالا (ڪهاڻي نمبر 2، 3، 4، 5، 6، 7، 8، 9، 10، 11، 12، 13، 14، 15، 16، 18، 19، 20، 21، 23)
- ڏندڪٿا (ڪهاڻي نمبر 17، 22، 26)
- بخت جي بازي (ڪهاڻي نمبر 24)
- عورت جا مڪر ۽ فريب (ڪهاڻي نمبر 25)
- عورت جو عقل (ڪهاڻي نمبر 27)
- جادوگري (ڪهاڻي نمبر 28)

هن جلد ۾ جملي 29 ڪهاڻيون شامل آهن. هن جلد جو پهريون ڇاپو مارچ 1963ع ۾ ڇپيو، ٻيو ڇاپو سيپٽمبر 1987ع، ٽيون ڇاپو فبروري 1995ع، چوٿون ڇاپو جون 2004ع ۽ پنجون ڇاپو مئي 2007ع ۾ سنڌي ادبي بورڊ ڄام شوري ڇپائي پڌرو ڪيو آهي. هن ڇاپي جي قيمت 90 روپيا آهي.

**سنڌي لوڪ ڪهاڻيون**_4 (ڪتاب): 'سنڌي لوڪ ڪهاڻيون' جلد چوٿون پڻ ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ ترتيب ڏنو آهي، جنهن ۾ بادشاهن، شاهوڪارن، ڏاهن، ٺڳن ۽ ٻين جون ڳالهيون شامل آهن. هي ڪتاب لوڪ ادب سلسلي جو چوويهون (24) ڪتاب آهي، جنهن جو بنيادي مواد جولاءِ 1958ع تائين گڏ ٿيو. سڄي مواد کي ڇڪاسي، مختلف روايتن کي ڀيٽي، ترتيب ڏيئي، سيپٽمبر 1959ع ۾ ڪتاب جو مسودو تيار ڪيو ويو ۽ جون 1961ع ۾ مسودي جي آخري تصحيح ڪئي وئي، ۽ مسودي جو مهاڳ ڊاڪٽر بلوچ صاحب 25 آڪٽوبر 1961ع ۾ لکي پورو ڪيو.



هن ڪتاب جو پهريون ڇاپو 1961ع جي آخر ۾، ٻيو ڇاپو نومبر 1989ع ۾، ڇاپو ٽيون اپريل 1995ع ۾ ڇپيو ۽ ڇاپو چوٿون اپريل 2001ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو ويو.

مرڪزي خيال جي لحاظ سان لوڪ ڪهاڻين جي هن مجموعي کي هيٺينءَ ريت تقسيم ڪيو ويو آهي.

- ماٽيجي ماءُ جو برتاءُ (ڪهاڻي نمبر 1 ۽ 2)
- همتون ۽ ڪشالا (ڪهاڻي نمبر 18، 21، 22، 31 ۽ 32)
- بخت ۽ سياڻپ (ڪهاڻي نمبر 3، 4، 6، 7، 8، 9، 10، 14 ۽ 20)
- هنر ۽ علم (ڪهاڻي نمبر 5 ۽ 19)
- جادو ۽ ڪريب (ڪهاڻي نمبر 11 ۽ 34)
- حرفت ۽ چالاڪيءَ سان چوري ۽ ٺڳي (ڪهاڻي نمبر 25، 26، 27 ۽ 33)
- خيرات ۽ برڪت (ڪهاڻي نمبر 30 ۽ 35)
- نصيحت (ڪهاڻي نمبر 24)
- نيڪيءَ جو عيوض (ڪهاڻي نمبر 36 ۽ 37)
- دوستي (ڪهاڻي نمبر 12 ۽ 17)
- عورت جو عقل ۽ حرفت (ڪهاڻي نمبر 15 ۽ 16)
- عادت جو اثر (ڪهاڻي نمبر 24)
- نانگ جو عقل (ڪهاڻي نمبر 13)، ۽
- پڪيءَ جو عقل (ڪهاڻي نمبر 23)

چوٿين جلد ۾ جملي 37 ڪهاڻيون شامل آهن. ڊيمي سائيز جي 301 صفحن تي مشتمل آخري چوٿين ڇاپي جي قيمت 100 روپيا آهي ۽ سنڌي ادبي بورڊ 2001ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو.

**سنڌي لوڪ ڪهاڻيون**_5 (ڪتاب): سنڌي لوڪ ڪهاڻين جو هي پنجون جلد ٻاراڻين آکاڻين تي مشتمل آهي ۽ ان جو مرتب پڻ ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ آهي. هي ڪتاب لوڪ ادب سلسلي جو پنجويهون (25) ڪتاب آهي، جنهن جو بنيادي مواد پڻ جولاءِ 1958ع تائين گڏ ٿيو سڄي مواد کي ڇڪاسي، ڀيٽي، 1959ع ۾ ڪتاب جو مسودو تيار ڪري، مئي 1961ع ۾ آخرين تصحيح ڪري پريس ڪاپي تيار ڪئي وئي. ڪتاب جو مهاڳ ڊاڪٽر بلوچ صاحب، 1 آڪٽوبر 1962ع تي لکي پورو ڪيو ۽ ساڳئي سال ڪتاب شايع ٿيو. هن ڪتاب ۾ شامل ٻاراڻيون آکاڻيون، ٻارن جي وندر جون آکاڻيون آهن. آکاڻيون سٽاءَ ۾ ساديون ۽ ننڍيون آهن. هنن آکاڻين جو نمايان پهلو ننڍن ٻارن لاءِ وندر ۽ نصيحت آهي. بُري ۽ بدنيت جي شڪست، ۽ سچي ۽ حقدار جي ڪاميابي، هنن ٻاراڻين آکاڻين جي سٽاءَ جو مخصوص جُز آهي. مرڪزي خيال جي لحاظ کان، آکاڻين جي هن مجموعي کي هيٺينءَ ريت ورهايو ويو آهي:




- بخت (ڪهاڻي نمبر 1، 2، 3، 7، 21، 23، 25، 26، 33 ۽ 45)
- نيڪيءَ جو انعام يا خيرات جي برڪت (ڪهاڻي نمبر 4، 11 ۽ 15)
- ڀاهڄن جي رقابت، پر آخر ۾ سچ جي فتح (ڪهاڻي نمبر 5 ۽ 6)
- ماٽيجي ماءُ جو برتاءُ (ڪهاڻي نمبر 8)
- عورت جو عقل، خوداعتمادي ۽ بخت (ڪهاڻي نمبر 9 ۽ 10)
- مڙس جو عقل (ڪهاڻي نمبر 12)
- عقل ۽ بخت جو جهيڙو (ڪهاڻي نمبر 13 ۽ 14)
- ڏندڪٿا (ڪهاڻي نمبر 16، 17، 20، 22، 50، 51، 80 ۽ 81)
- همت ۽ ڪشالا (ڪهاڻي نمبر 18 ۽ 78)
- ٺڳي ۽ چالاڪي (ڪهاڻي نمبر 19، 24، 27، 28، 29، 30، 31، 32، 34، 35، 36، 37، 38، 39، 40، 41، 46، 47، 48، 49، 57، 82، 83 ۽ 85)
- نيت جي مراد (ڪهاڻي نمبر 42)
- اياڻپ ۽ پورڙائي (ڪهاڻي نمبر 43، 44، 52، 54، 55، 56، 58، 59، 60، 61، 62، 63، 64، 65، 67، 76 ۽ 88)

- عقل (ڪهاڻي نمبر 53، 75 ۽ 84)
- نصيحت (ڪهاڻي نمبر 68، 69، 70، 71، 72، 73 ۽ 74)
- ڪِل ۽ چرچو (ڪهاڻي 77، 78، 79 ۽ 86)

هن جلد ۾ جملي 88 ٻاراڻيون آکاڻيون آهن. ڊيمي سائيزجي 426 صفحن تي مشتمل هن ڪتاب جو پهريون ڇاپو آڪٽوبر 1962ع، ٻيو ڇاپو ڊسمبر 1982ع، ٽيون ڇاپو فبروري 1990ع، چوٿون ڇاپو جون 1994ع، پنجون ڇاپو 2001ع ۾ سنڌي ادبي بورڊ شايع ڪيو آهي ۽ اُن جي قيمت 125 روپيا آهي.

**سنڌي لوڪ ڪهاڻيون_6 (ڪتاب)**: سنڌي لوڪ ڪهاڻين جو هي ڇهون جلد بہ ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ ترتيب ڏنو آهي. هن جلد ۾ جانورن ۽ پکين جون آکاڻيون شامل آهن. هي لوڪ ادب سلسلي جو



ڇويهون (26) ڪتاب آهي، جنهن جو بنيادي مواد جولاءِ 1958ع تائين گڏ ٿيو سڄو مواد ڇڪاسي، مختلف روايتن کي پيٽي، ترتيب ڏئي اپريل 1962ع ۾ ڪتاب جو مسودو تيار ڪيو ويو ۽ اپريل 1963ع ۾ مسودي جي آخرين تصحيح ڪري پريس ڪاپي شايع ٿيڻ لاءِ ڏني وئي.

هن جلد ۾ شامل جانورن ۽ پکين جون ڪهاڻيون، ٻين لوڪ ڪهاڻين کان ستاءَ ۾ نراليون آهن ۽ اڪثر آکاڻيون ٻارن جي وندر ۽ نصيحت بابت آهن. مرڪزي خيال جي لحاظ کان هن جلد ۾ شامل 66 ڪهاڻين کي هيٺين موضوعن هيٺ ورڇيو ويو آهي:

- حرف ۽ چالاڪي (آکاڻي نمبر 1، 3، 6، 8، 10، 12، 13، 36، 37، 40، 43)
- دوستي ۽ محبت (آکاڻي نمبر 18، 31، 32، 33، 35، 41، 42، 50، 51، 52، 54، 57، 58 ۽ 59)
- جهڙي ڪرٽي تهڙي پرٽي (آکاڻي نمبر 4، 5، 7، 9، 11، 17، 18، 20، 34، 46 ۽ 61)
- وندر (آکاڻي نمبر 15، 19، 21، 25، 27، 29، 49، 56، 60، 62، 63، 64، 65، 66)
- بيوقوفي ۽ خودثنائي (آکاڻي نمبر 2، 16، 38، 45)
- نصيحت (آکاڻي نمبر 14، 26، 30، 39، 55)
- هٻچ ۽ لالچ (آکاڻي نمبر 23، 24، 44)

هن آکاڻين جي ڪتاب جو پهريون ڇاپو 1964ع ۾، ٻيو ڇاپو 1989ع ۾، ٽيون ڇاپو 1993ع ۾، چوٿون ڇاپو 2004ع ۾، پنجون ڇاپو جولاءِ 2004ع ۾، ڇهون ڇاپو فبروري 2007ع ۾ ڇپجي پڌرو ٿيو.

ڊيمي سائيزجي 171 صفحن تي مشتمل هن ڪتاب جي آخري ڇاپي جي قيمت 70 روپيا آهي. هي ڇاپو 2007ع ۾ سنڌي ادبي بورڊ ڇپائي پڌرو ڪيو آهي.

**سنڌي لوڪ ڪهاڻيون_7 (ڪتاب)**: 'سنڌي لوڪ ڪهاڻيون' جلد ستون، 'ڳاهن سان ڳالهيون' بہ ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ جو مرتب ڪيل آهي. هي ڪتاب، 'لوڪ ادب' سلسلي



جو ستاويهون (27) ڪتاب آهي، جنهن جو بنيادي مواد جولاءِ 1958ع تائين گڏ ٿيو، مواد ڇڪاسي، مختلف روايتن کي پيٽي، فبروري 1960ع ۾ ڪتاب جو مسودو تيار ڪيو ويو ۽ مئي 1961ع ۾ مسودي جي آخرين تصحيح ڪري پريس ڪاپي تيار ڪئي وئي ۽ اُن جو پهريون ڇاپو فبروري 1964ع ۾ سنڌي ادبي بورڊ ڇپائي پڌرو ڪيو.

مقدمي ۾ ڊاڪٽر بلوچ صاحب ڄاڻايو آهي تہ: هي 'ڳاهَن واريون ڳالهيون' آهن، جن ۾ قصي خوانيءَ جي فن جي جهلڪ آهي. 'ڳالهہ'، 'ڪهاڻي' ۽ 'آکاڻي' کان مختلف آهي، ڇو تہ ڳالهہ ۾ تاريخي ۽ جاگرافيائي پسمنظر هوندو آهي. 'ڳالهہ' جا واقعا توڙي ڪردار تاريخي يا نيم تاريخي حيثيت رکن ٿا. 'ڳالهيون' مڪان ۽ زمان جي لحاظ کان عوام کي ويجهون هونديون آهن، ان ڪري اهي زندهہ ۽ دلچسپ هونديون آهن.

'ڳالهين' ڪٿڻ (فن سان ادا ڪرڻ) جو سلسلو جڙيو تہ سگهڙن 'ڳاهون' جوڙيون ۽ اهي ڳالهين ڪٿڻ دوران مناسب هنڌن تي جڙي، ڳالهين کي مؤثر بنايو. 'ڳاهون' هم قافيہ مصراعون ۽ سنڌي شاعريءَ جو آڳاٽو نمونو آهن. هي 'سنڌي ڳاهون' واقعن سان وابستہ ۽ انهن کي ڳائڻ خاطر جوڙيون ويون.

برصغير جي شاعريءَ تي نظر وجهجي ٿي تہ شاعريءَ جي هڪ دور کي 'وير گاٿا ڪال' (سورهين جي ڳالهين جو دور) سڏيو ويو. 'گاٿا' ۽ 'ڳاهہ' هم معنيٰ لفظ آهن. هند جي 'وير گاٿا ڪال' جي شاعرن ۾ هڪ شاعر 'نرپتي نلهہ' آهي، جنهن پنهنجي همعصر راجا بسيل ديوَ جي بهادريءَ جا ڪارناما 'بسيل ديوَ راسو' رسالي ۾ شامل ڪيا ۽ ان ڪتاب جي تصنيف جو سال سنبت 1212 يعني 1270ع آهي. سنڌ جون 'ڳاهن ۾ ڳالهيون' ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ جي راءِ موجب ڏهين يارهين صدي عيسويءَ ڌاري لکيون ويون، ڇو تہ 'ڳاهن سان ڳالهيون' ڪتاب ۾ شامل 'ڏمڻ سوناري جي ڳالهہ' دلوراءِ جي دور سان وابستہ آهي، جيڪو دور ڏهين يا يارهين صدي عيسويءَ جو ٿي سگهي ٿو.

هن ڪتاب ۾ 40 'ڳاهن سان ڳالهين' جون روايتون شامل آهن، جن ۾ 'ڏمن سوناري، سونل، راجڪمار ۽ ساهيجي، سهٽي صوحب، چاندو ۽ گنگراج، جلال ۽ مارڪ مين پوناراءِ ۽ ليلا، سڏونت ۽ سارنگا، ڪيمري ۽ لوڏڻ، آلڏي ۽ ڏيوري، راڻي سوندري ۽ مانڊل راڻي، لالي ۽ سدري، ڄام پونئري، همير سومري، آهو ڪوري (هاٿو)، بداماڻي پُنري، ڪپري ڪاهوڙي ۽ راڻي ڪاڍاري، پراڻ درياهہ جي سوداگر، سارو سنگهار،

ڪارائڙي سمي، راجا ڪينئري، پريي ڪاروڙي، سونل پري، وِڪيي ڏاتار، جسوڏڻ بادشاهه، گامون سچار، ٻچل مهر ۽ سعدان جتڻي، صابر ۽ نوران، اُنڙ اُنڙائي، جاڙي پيمجي ۽ غلام شاهه ڪلهوڙي، عمر ۽ گنگا ۽ عمر بادشاهه ۽ نيرل راڻي جون ڳاهن سان ڳالهيون' شامل آهن.

**سنڌي لوڪ ڪهاڻيون**[2] (ڪتاب): سنڌي لوڪ ڪهاڻين تي مشتمل ڪتاب سنڌي ٻوليءَ جي نامور ترقي پسند ليکڪ ڪيرت ٻاٻاڻيءَ ترتيب ڏنو آهي. ابتدا ۾ هن انهن ماخذن جو ذڪر ڪيو آهي، جتان هي ڪهاڻيون ڪنيون ويون آهن. انهن ماخذن ۾ 'سنڌي لوڪ ڪهاڻيون' (جلد پهريون، چوٿون، پنجون، ستون: مرتب ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ)، 'سنڌي لوڪ ڪهاڻيون' (ڪئپٽن جارج اسٽئڪ، گڏ ڪندڙ: مرليڌر جيٽلي)، 'اُبول راڻي' (لوڪ ڪهاڻين جو مجموعو: ڪيرت ٻاٻاڻي)، 'فوڪ ٽيلس آف پاڪستان' (لڇمڻ ڪومل)، 'سنڌي لوڪ ڪهاڻيون' (نارائڻ ڀارتي)، 'قسمت ڪيئن جاڳي' (ڪهاڻين جو مجموعو: سورج شوداساڻي)، 'ڪانءُ ۽ ناني' (ريتا شاهاڻي)، 'ڪوئي آندي ڪنوار' (لوڪ ڪهاڻيون: جڳديش لڇاڻي)، 'احسان ڪنهن تي ڪجي (لوڪ ڪهاڻي: هوندراج ٻلواڻي)، 'ڏاڪ ۽ سرنگ' (لوڪ ڪهاڻي: پوپٽي هيرانداڻي)، 'سُٺ مان ڪپهه ڪريان' (لوڪ ڪهاڻي: سروج ڀارواڻي)- شامل آهن.




هن ڪتاب ۾ ڪيرت ٻاٻاڻي، لوڪ ڪهاڻين جي اهميت تي 18 صفحن جو تفصيلي مهاڳ لکيو آهي، جنهن ۾ هن لوڪ ادب، زباني ادب ۽ لوڪ ڪهاڻين بابت تفصيلي ويچار ونديا آهن ۽ ڄاڻايو آهي ته لوڪ ڪهاڻين ۾ پنهنجي وقت جي سماج ۽ انسان جو مڪمل چٽر ملي ٿو. ڪن ڪهاڻين جو ڪينواس ايڏو وڏو ٿئي، جو ان ۾ زندگيءَ جو وسيع چٽر سمائي سگهجي ٿو. هن لوڪ ڪهاڻين جي سڀ کان آڳاٽي ڪتاب 'پنج تنتر' کان وٺي موجوده سنڌي لوڪ ڪهاڻيءَ جي پسمنظر تي سُٺي روشني وڌي آهي ۽ ڄاڻايو آهي ته ڀارت ۾ ورهاڱي ڪانپوءِ لوڪ ادب گڏ ڪرڻ جو سهرو نارائڻ ڀارتيءَ جي سر تي آهي. ڪجهه لوڪ ڪهاڻيون هن ڪتاب جي ليکڪ به گڏ ڪري 'اُبول راڻي' نالي ڪتاب ۾ شايع ڪيون آهن.

هن ڪتاب جي تياريءَ لاءِ 200 سڄاڻ ليکڪن کي خط لکيا ويا ۽ انهن وٽان مليل چڱين ڪهاڻين کي چونڊ ۾ شامل ڪيو ويو.

هن ڪتاب ۾ ڇٽيهه (36) لوڪ ڪهاڻيون شامل آهن. آخر ۾ مددي ڪتابن جي لسٽ ڏني وئي آهي.

ڊيمي سائيز جي 250 صفحن تي مشتمل هي ڪتاب ساهتيه اڪادمي، نئين دهليءَ، 1990ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو ۽ ان جي قيمت 100 روپيا آهي.

**سنڌي ليکڪن جي ڊائريڪٽري** (ڪتاب): سنڌي ٻوليءَ جي اديبن، عالمن ۽ شاعرن بابت معلومات ۽ سندن تصنيفن جي تفصيل تي ٻڌل هي ڊائريڪٽري، نومبر 1974ع ۾ ڇپجي منظر عام تي آئي. ان وقت هن قسم جي اها پهرين ڊائريڪٽري هئي.

هن جو مرتب انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجيءَ جو ڊائريڪٽر انچارج ڊاڪٽر غلام علي الانا هو ۽ سندس ٻانهن ٻيلين ۾ شهزادو گلفام، مولانا محمد صديق سنڌي، غلام مصطفيٰ بلوچ ۽ گلشن بلوچ شامل هئا.

هيءَ ڊائريڪٽري 'بين الاقوامي ڪتاب سال' جي پاڪستان لاءِ جوڙيل ڪميٽيءَ جي سهڪار سان، انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجيءَ جي ريسرچ سيل ۾ تيار ٿي. پاڪستان سرڪار 1972ع واري سال کي 'بين الاقوامي ڪتابي سال' قرار ڏنو هو ۽ ملڪ جي هر وڏي شهر ۾ 'ڪتاب' عنوان هيٺ سيمينارن ۽ ڪتابن جي نمائشن جو اهتمام ڪيو ويو. ان سلسلي ۾ پهريون پيرو سنڌي زبان ۾ پڻ 'ڪتاب' جي عنوان هيٺ پاڪستان سينٽر حيدرآباد ۾، سنڌي ادبي بورڊ ۽ مرڪزي ڪميٽيءَ جي اشتراڪ سان هڪ سيمينار ٿيو هو. وفاقي حڪومت اردو ۽ انگريزيءَ سان گڏ سنڌي زبان کي پهريون پيرو تسليم ڪري، مختلف سنڌي لغتن ۽ ڪتابن جي تياريءَ سان گڏ هيءَ ڊائريڪٽري تيار ڪرائي ڇپائڻ جو فيصلو ڪيو.

سنڌي ليکڪن جي هن ڊائريڪٽريءَ ۾ الف- ب ترتيب سان نالا شامل ڪيا ويا آهن.

ڪتاب جو انتساب مرتب پنهنجي مرحوم دوست ۽ ڪهاڻيڪار عبدالغفور انصاريءَ جي نالي ڪيو آهي.

هي ڪتاب 251 صفحن تي مشتمل آهي، جنهن جي آخري صفحي تي ٻُل نامو به ڏنل آهي، پر جيئن ته هيءَ ڊائريڪٽري تڙ تڪڙ ۾ تيار ڪئي وئي هئي، ان ڪري ان ۾ ڪافي داخلائون ڪٽل آهن ۽ ڪجهه اڻپوريون ۽ غلطين سان پرپور رهجي ويون آهن.

هيءَ ڊائريڪٽري انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي ڄام شوري، نومبر 1974ع ۾ ڇپائي پڌري ڪئي.

**سنڌي، مخدوم جهان**: هي مغل بادشاهه اڪبراعظم جي دور جو هڪ وڏو عالم فاضل بزرگ، مفڪر ۽ خدا وارو ٻانهو ٿي گذريو آهي. سيوهڻ جي هن عالم ۽ فاضل جو اڪبري دربار ۾ وڏو اثر رسوخ هو ۽ اڪبر هن جي تمام گهڻي عزت ڪندو هو. سندس خاندان جي ڪا خبر نه ٿي پوي ته ڪير هو. البت 'طبقات اڪبريءَ' ۾ سندس ذڪر هيٺين لفظن ۾ آهي:

مخدوم جهان سندي در سيوستان ست،
از فعول علماء بزهد و تقويٰ ممتاز ست.

يعني مخدوم جهان سيوهڻ ۾ رهي ٿو. وڏن عالمن مان آهي. دنيا جي ترڪ ۽ پرهيزگاريءَ ۾ ممتاز درجو رکي ٿو.

سنڌي، مدد علي

**سنڌي، مدد علي:** نامور اديب ۽ صحافي، مدد علي سنڌيءَ جو پورو نالو مدد علي ولد الله بخش قريشي آهي. هن 12 آڪٽوبر 1950ع تي حيدرآباد ۾ جنم ورتو. مدد علي سنڌيءَ پرائمري تعليم فاطمه گرلس اسڪول حيدرآباد مان حاصل ڪئي، اهو اسڪول خلافت تحريڪ جي اڳواڻ شيخ عبدالرحيم جي وڏي ڌيءَ حاجياڻي غلام فاطمه شيخ جو قائم ڪيل هو. انهيءَ خاتون مدد عليءَ کي پرائمري تعليم ڏياري. هن مئٽرڪ گورنمينٽ هاءِ اسڪول حيدرآباد مان ۽ بي. اي سچل سرمست آرٽس ڪاليج حيدرآباد مان ڪئي، جڏهن ته ايم. اي ڪرڻ دوران سنڌ يونيورسٽيءَ مان ٻه پيرا سياسي ڪيسن ۾ ريسٽيڪيٽ هئڻ سبب اها مڪمل نه ڪري سگهيو. مدد علي، شاگرديءَ واري زماني کان سنڌ جي قومپرست سياست ۾ سرگرم رهيو هي ’جيئي سنڌ اسٽوڊنٽس فيڊريشن‘ جي باني ڪارڪنن مان آهي. 1969ع ۾ ’عوامي ليگ‘ حيدرآباد ڊويزن جو آرگنائيزر مقرر ٿيو ۽ شيخ مجيب الرحمان کيس عوامي ليگ جي ورڪنگ ڪاميٽيءَ تي نامزد ڪيو.



آڪٽوبر 1970ع ۾ ’اڳتي قدم‘ نالي سان هڪ رسالو جاري ڪيائين، جنهن رسالي تي 1973ع ۾ حڪومت پابندي مڙهي ڇڏي، جنهن ڪانپوءِ 1973ع کان 1978ع تائين وارو عرصو روپوشيءَ ۾ گذاريائين. ان عرصي دوران، 1975ع ۾ ان وقت جي حڪومت 72 سنڌي ڪتابن ۽ رسالن تي بندش لاڳو ڪئي. اُن ڪيس دوران مدد علي سنڌيءَ ۽ طارق اشرف جي گهرن تي ڇاپا لڳا ۽ ’اڳتي قدم‘ ڇپيندڙ پريس کي سيل ڪيو ويو ۽ مدد علي سنڌيءَ جي 86 سالن جي والد کي سندس بدران گرفتار ڪري، 26 ڏينهن حيدرآباد سٽي لاڪپ ۾ بند ڪيو ويو.

مدد علي سنڌي، 25 مارچ 1969ع تي ملڪ ۾ ٻي مارشل لڳڻ ڪانپوءِ گرفتار ٿيو. مٿس الزام هو ته هن شهر ۾ ونيونٽ ۽ مارشل لا جي خلاف نعرا هنيا هئا. آزاد ٿيڻ بعد هن سيد شاهه محمد شاهه، اقبال ميمڻ ۽ ٻين سان گڏجي سنڌ نيشنل اسٽوڊنٽس فيڊريشن جو قومپرست گروپ قائم ڪيو ۽ سائين جي. ايم. سيد جي سنڌ متحده محاذ سان گڏجي ونيونٽ خلاف سياسي سرگرميون شروع ڪري ڏنيون. 1970ع جي عام چونڊن ۾ جڏهن دادو- سيوهڻ تڪ تان سائين جي. ايم. سيد قومي اسيمبليءَ جي ميمبر لاءِ اليڪشني مهم تي حيدرآباد جي هيرآباد واري علائقي ۾ ’پرگڙي هائوس‘ ۾ اچي ڪئمپ قائم ڪئي ته مدد علي سنڌي پنهنجي سجاڳ دوستن: يوسف ٽالپر، اقبال ترين، سيد شاهه محمد شاهه، اقبال ميمڻ، شوڪت سنڌي، عبدالفتاح عبد، غلام حسين رنگريز، عبدالحئي پليجي، نوراحمد ٽالپر، ڪامريڊ محمد عمر شوري ۽ ٻين قومي ڪارڪنن سان گڏ چونڊ مهم ۾ اڳتي رهيو.

مدد علي سنڌيءَ جو گاڏي کاتي وارو گهر ’مجيب محل‘ قومي سياست جو مرڪز هوندو هو. سندس گهر تي سنڌ متحده محاذ جو جهندو پري کان پيو نظر ايندو هو. مدد عليءَ جو وڏو ڀاءُ مرحوم ممتاز علي قريشي ٻه قومي تحريڪ جو همدرد هو ۽ ڪين مالي سهائتا ڪندو هو. سندس والده جنهن کي سمورا قومي ڪارڪن ۽ خود سائين جي. ايم. سيد ٻه ’امان‘ سڏيندو هو. قومي ڪارڪنن جي ماني وغيره جو خاص خيال رکندي هئي. بلڪ اڪثر قومي ڪارڪنن کي ڀاڙو وغيره ٻه ڏيندي هئي. سن ويندڙ قومي ڪارڪن، حيدرآباد ۾ مدد عليءَ جي اوطاق تي، جنهن کي ’آشرم‘ ڪري سڏيندا هئا، اچي رهندا هئا. ونيونٽ خلاف 4 مارچ 1969ع تي سنڌي شاگردن جو هڪ عظيم الشان جلوس نڪتو هو. جنهن ۾ هزارين ماڻهن شرڪت ڪئي هئي. ونيونٽ خلاف هڪ وڏو احتجاج هو. ان جلوس ڪيڊرائڻ ۾ يوسف ٽالپر، ممتاز قريشي، مسعود نوراني، اقبال ترين، سيد شاهه محمد شاهه، حفيظ قريشي، مدد علي سنڌي، لالا قادر ۽ ٻين وڏي محنت ڪئي هئي. 1970ع ۾ عوامي ليگ جي مرڪزي سيڪريٽري جنرل قمرالزمان ۽ محترم قاضي فيض محمد، مدد جي وڏي ڀاءُ ممتاز علي قريشيءَ دعوت ڪئي هئي. ڊسمبر 1971ع ۾ جڏهن ملڪ ۾ عوامي ليگ تي بندش لاڳو ٿي، ته مدد عليءَ جي گهر تي ڇاپو لڳو.

جنوري 1972ع ۾ ايس. اين ايس. ايف (قومپرست گروپ) ۽ يوسف ٽالپر جي ’جيئي سنڌ نوجوان محاذ‘ کي هڪ شاگرد جماعت ۾ ضم ڪري، ان جو نالو ’جيئي سنڌ اسٽوڊنٽس فيڊريشن‘ رکيو ويو. جنهن ڪم ۾ يوسف ٽالپر، اقبال ترين، سيد شاهه محمد شاهه، ۽ مدد علي سنڌي سرگرم هئا. جيئي سنڌ اسٽوڊنٽس فيڊريشن جو پهريون صدر اقبال ترين، سيڪريٽري جنرل سيد شاهه محمد ۽ پريس سيڪريٽري مدد علي سنڌي ٿيا، بعد ۾ 1972ع جي وچ ڌاري نوابشاهه ۾ ٿيندڙ شاگرد ڪنوينشن ۾ جيئي سنڌ اسٽوڊنٽس فيڊريشن جو مرڪزي صدر سيد شاهه محمد شاهه ۽ سيڪريٽري جنرل مدد علي سنڌي چونڊيا ويا.

مدد عليءَ کي 24 ڊسمبر 1972ع تي بغاوت جي ڪيس ۾ قلم 124 اي، 153 اي، 123 اي ۽ ڊفينس آف پاڪستان تحت گرفتار ڪري نوابشاهه جيل ۾ بند ڪيو ويو. ان وقت مدد علي، سائين جي. ايم. سيد تي ’اڳتي قدم‘ جو خاص نمبر ڪڍي رهيو هو. بعد ۾ ڪيس سيشن جج سيد سجاد علي شاهه سمورن ڪيسن ۾ ضمانت ڪٽي آزاد ڪيو.

مارچ 1973ع سنڌ يونيورسٽيءَ ۾ سائين جي. ايم. سيد جو هڪ شاهي جلسو، سيد شاهه محمد شاهه، مدد علي سنڌي، عزيز ڀنگوار، يوسف جکراڻي ۽ نذر محمد جوڻيجي، سنڌ يونيورسٽيءَ جي آرٽس بلاڪ ويجهو هڪ شاهي پنڊال ۾ ڪرايو هو. جتي سائين جي. ايم. سيد، سنڌ يونيورسٽي اسٽوڊنٽس يونين جي صدر يوسف جکراڻي، جنرل سيڪريٽري عزيز ڀنگوار ۽ جوائنٽ سيڪريٽري نذر محمد جوڻيجي کان حلف ورتو هو.

ان ڪانپوءِ 28 اپريل 1973ع تي سنڌ يونيورسٽي ڪنووڪيشن سڏائي، وائيس چانسلر سيد غلام مصطفيٰ، وفاقي وزير قانون عبدالحفيظ پيرزادي کي ’ڊاڪٽريٽ آف لا‘ ڏيڻ جو شاهه اعلان ڪيو،

ان لاءِ وي. سيءَ، 25 اپريل 1973ع تي آرٽس بلاڪ جي هال ۾ شاگردن جو هڪ اجلاس سڏائي حفيظ پيرزادي کي ڊگري ڏيڻ جو اطلاع ڏنو. جو هن 1973ع جي آئين ٺاهڻ ۾ اهم ڪردار ادا ڪيو هو. ان مهل مدد علي سنڌي واحد شاگرد هو، جنهن 1973ع جي آئين جي مخالفت ڪئي، پيرزادي صاحب کي سنڌ يونيورسٽيءَ ۾ نه سڏائڻ جو چيو. 28 اپريل 1973ع تي سنڌ يونيورسٽي ڄام شوري جي ڪنووڪيشن ۾ گورنر سنڌ بيگم رعنا لياقت علي خان ۽ وفاقي وزير قانون حفيظ پيرزادي جي موجودگيءَ ۾ هنگامو ٿيو ۽ ٻئي ڏينهن سيد شاهه محمد، مدد علي سنڌي، يوسف جکراڻي، عزيز ڀنگوار، نذر محمد جوڻيجي کي ٽن سالن لاءِ سنڌ يونيورسٽيءَ مان رسٽيڪيٽ ڪيو ويو. سنڌ يونيورسٽيءَ ۾ هنگامي ڪرڻ ۽ هڪ پوليس آفيسر جي (دل ٻيهي وڃڻ سبب) موت جو ڪيس داخل ڪري مدد عليءَ جي گهر تي ڇاپو هنيو ويو. اهڙيءَ ريت بعد ۾ 17 آڪٽوبر 1973ع تي سنڌ يونيورسٽيءَ ۾ ٿيل جهيڙي دوران ٻن شاگردن جي قتل بعد ٻيهر يوسف جکراڻي، مدد علي سنڌي، سيد شاهنواز شاهه، عبدالحڪيم لاکي، ديدار بلوچ کي 5، 5 سالن لاءِ سنڌ يونيورسٽيءَ مان رسٽيڪيٽ ڪيو ويو. ڪجهه عرصي ڪانپوءِ ٻين سمورن شاگردن جي ريسٽيڪيشن جا آرڊر واپس ورتا ويا، پر مدد عليءَ جي ريسٽيڪيشن جو آرڊر واپس نه ورتو ويو. جنهنڪري هو تعليم مڪمل نه ڪري سگهيو.

مدد علي سنڌي، 1979ع ۾ سياست کي خيرباد چئي، صحافت جي ميدان ۾ داخل ٿيو ۽ 1980ع ۾ سليم اڪبر مرحوم جي اخبار 'سنڌ نيوز' جو ايڊيٽر ٿيو. وزيراعليٰ ڄام صادق عليءَ جي دور ۾ ڪجهه وقت لاءِ وزيراعليٰ هائوس ۾ پريس سيڪريٽري رهيو. ٻن سالن تائين سنڌي ادبي بورڊ جو وائيس چيئرمين به رهيو.

مدد علي سنڌيءَ، لکڻ جي ابتدا شاعريءَ سان ڪئي. 1968ع ۾ سندس پهريون گيت ٽماهي مهراڻ ۾ ڇپيو. ان ڪانپوءِ هن ڪهاڻيون لکڻ شروع ڪيون. سندس پهرين ڪهاڻي 'ويا گذري ڏينهڙا' ماهوار سهڻيءَ جي جون 1970ع واري شماري ۾ شايع ٿي. سندس پهريون ڪتاب: (1) 'دل اندر درياءُ' (ڪهاڻيون)، سيپٽمبر 1980ع ۾ ڇپجي پڌرو ٿيو جنهن جو مهاڳ، نامور ڪهاڻيڪاره نورالهديٰ شاهه لکيو هو. ان بعد هن جي شاعريءَ، ترجمي ۽ سفرنامي جا ڪتاب ڇپيا ۽ 2008ع ۾ سندس سمورين تحريرن جو ڪليات 'دل اندر درياوَ' عنوان سان سنڌي ادبي بورڊ ڇپائي پڌرو ڪيو جنهن ۾: (1) دل اندر درياوَ (11 ڪهاڻيون)، (2) هستيءَ جي اجاڙ ايوان ۾ (7 ڪهاڻيون)، (3) هو جي مٺا ماڳ ۾ (ناوليٽ)، (4) شهر صحرا ٿيائيان (سفرنامو)، (5) پنر ملن (شاعري)، (6) مضمونَ، (7) قلندر (قرةالعين حيدر جون ڪهاڻيون: سنڌي ترجمو) ۽ (8) خط شامل آهن.

مدد علي سنڌي مختلف سنڌي اخبارن: 'هلال پاڪستان'، 'بختور'، 'سچ'، 'خلق'، 'سنڌ نيوز' ۽ 'سنڌوءَ' جو ايڊيٽر به رهيو آهي. ان ڪانسواءِ ڪجهه عرصو عبرت مئگزين ۽ ماهوار 'آڪاٽيءَ' جو ايڊيٽر به رهيو. مدد علي 1984ع ڌاري پريس ڪلب حيدرآباد جو صدر به رهيو. سندس سائين جي. ايم سيد، شيخ اياز ۽ محمد ابراهيم جويي سان ويجهڙائي ۽ عقيدتمندي رهي آهي. هن جي حشو ڪيولراماڻيءَ سان خط و ڪتابت هوندي هئي. هند جي اديبن: گني سامتاڻي، موهن ڪلپنا، لال پشپ، اي. جي. اتم، وشنو ڀاٽيا، ايشور چندر، واسديو سنڌو، گوردن محبوباڻي، هريڪانت، هيري شيوڪاڻي، لکمي کلاڻي، هيري ٺڪر، پوپٽي هيرانندڻيءَ سان ويجهڙائي ۽ دوستي رهي.

هن وقت سندس ڪالم ۽ تجرباتي مضمون مختلف اخبارن ۾ شايع ٿيندا رهن ٿا.

**سنڌي معلم (ڪتاب)**: هي ڪتاب ناميارا عالم ۽ لسانياتي ماهر ڊاڪٽر غلام علي الانا جو لکيل آهي. هي ڪتاب سنڌي سکڻ اردو ڳالهائيندڙن لاءِ رهنما آهي. هن ڪتاب ۾ سنڌي گرامر بابت اردوءَ ۾ تفصيلي معلومات ڏنل آهي. هي ڪتاب اردو ڳالهائيندڙن کي سنڌي زبان جي صوتي، صرفي ۽ نحوي نظام کان روشناس ڪري ٿو جيڪو سنڌي ادبي بورڊ پاران 1984ع ۾ ڇپجي پڌرو ٿيو. هي ڪتاب ڊبل ڪرائون سائيز جي 232 صفحن تي مشتمل آهي. هن ڪتاب جو تعارف مقتدره قومي زبان، اسلام آباد جي اڳوڻي سربراهه وحيد قريشيءَ جو لکيل آهي، جڏهن ته پيش لفظ ڊاڪٽر غلام علي الانا جو لکيل آهي. ڪتاب جي بئڪ ٽائيٽل تي مصنف جو تعارف ڇپيل آهي. هي ڪتاب سنڌي ادبي بورڊ، 1984ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو.




**سنڌي، مولانا محمد علي**: شاعر ۽ بزرگ مولانا محمد علي سنڌيءَ بابت نواب سيد صديق حسن خان فارسي شاعرن جي تذڪره 'روز روشن' ۾ ڄاڻايو آهي ته هن ابتدائي تعليم سنڌ مان حاصل ڪئي، ان ڪانپوءِ پشاور، لاهور ۽ دهليءَ ۾ علم حاصل ڪرڻ لاءِ سفر ڪندو رهيو. ان ڪانپوءِ پنجاب جي مشهور بزرگ خواجه محمد سليمان تونسويءَ جي بيعت ڪري تصوف جو خرقو ڍڪيائين. آخر مرشد جي حڪم موجب سنڌو نديءَ جي ڪناري تي پنجاب جي بستي مڱڏ ۾ ظاهري ۽ باطني فيض ڏيڻ ۾ مشغول ٿيو. هو پرهيزگاريءَ ۾ ان حد تي پهتل هو جو 36 سالن تائين عشاء جي وضوءَ سان فجر جي نماز ادا ڪئي هئائين. 27 ڊسمبر 1837ع تي مڱڏ ۾ وفات ڪيائين. شاعريءَ ۾ غزلن جو هڪ 'ديوان' يادگار ڇڏيو اٿس. 'مولوي' تخلص ڪم آڻيندو هو.

**سنڌي مهوو (وڻ)**: هيءُ ننڍي قد جو وڻ هندستان جي راجپوتانه جي علائقي ۽ پاڪستان ۾ سنڌ ۽ بلوچستان ۾ ڪثير تعداد ۾ ملي ٿو. هي وڻ Maringaceae خاندان سان واسطو رکي ٿو. انگريزيءَ ۾ Nimmo ex Dalf Gibs ۽ نباتاتي زبان ۾ Moringa Concanensis جي نالي سان سڃاتو وڃي ٿو. هن وڻ جو چارو ٿلهو ۽ سٽيو ٿئي ٿو. پتيون، مخلوڪ ۽ ٻن قطارن

(ڪڏهن ڪڏهن ٽن قطارن) جي صورت هڪ ڏنڊي سان جڙيل هجن ٿيون، جيڪو تقريباً 45 سينٽي ميٽر ڊگهي ٿئي ٿو. ڏنڊي جي هر قطار ۾ پتين جا تقريباً 20 سينٽي ميٽر تائين ڊگها 5 کان 6 جوڙ ٿين ٿا.




هر ڏانڊي تي گونچن جو تعداد جهجهو ٿيندو آهي، جنهن تي 5-6 ڦٽل تازا گونچ پڻ ٿين ٿا. اهي گونچ ويڪرا، بيضوي، گول، ڪنارن سان، پاڙ گول ۽ هيٺاهين تائين ڪٽل ٿئي ٿي. گونچ 2.5 کان 3.5 سينٽي ميٽر تائين ڊگها، 1.25 کان 2.5 تائين ويڪرا ٿين ٿا، انهن جي هيٺين سطح هلڪي پيلي رنگ جي، گلدار شاخون تقريباً 45 سينٽي ميٽر ڊگهيون، گل ننڍا، پنکڙيون 9 ملي ميٽر ڊگهيون ۽ هلڪي پيلي رنگ جون ٿين ٿيون، جن تي گلابي ۽ ڳاڙهي رنگ جون سنهڙيون رڳون پڻ ٿين ٿيون. اهي پتيون گهڻو ڪري ڊگهيون يا ڪوهي وانگر ٿينديون آهن. هن وڻ جي ٻوٽي/ گل ۾ نَر- ٻُور (Stamen) تقريباً 5 ۽ مادي وار (Staminode) جو تعداد 4 کان 5 هوندو آهي. هن وڻ جون ڦريون 30 کان 45 سينٽي ميٽر ڊگهيون ۽ نوڪدار ٿين ٿيون. ٻج ٽڪنڊو ٿيندو آهي. هن وڻ جون طبي خاصيتون سهانجڙي (ٻوٽي) سان مشابهت رکن ٿيون. هن وڻ جو آڪٽوبر کان ڊسمبر مهيني تائين سائو ستابو رهي ٿو

**سنگت ڊيولپمينٽ فائونڊيشن:** هيءَ غير سرڪاري فلاحي تنظيم آهي، جيڪا عام ماڻهن جي ڀلائي ۽ انهن ۾ سماجي شعور بيدار ڪرڻ لاءِ ڪم ڪري ٿي. سنگت ڊيولپمينٽ فائونڊيشن جو بنياد 13 فيبروري 2005ع تي نوابشاهه جي نوجوانن وڌو. هيءَ تنظيم خاص طور پوئتي پيل هيٺئين طبقي جي اوسر لاءِ پنهنجون




خدمتون سرانجام ڏئي ٿي. صحت، تعليم، انساني حقن، ماحولياتي آلودگي ۽ ٻين مقامي معاملن بابت عام جاڳرتا جا ڪم ڪرڻ ٻـ هن تنظيم جي مکيہ سرگرمين ۾ شامل آهن. جنسي متڀيد ۽ طبقاتي فرق خلاف مهم هلائي صحتمند معاشري جو قيام لاءِ ڪم ڪرڻ وارو مقصد هن تنظيم جي متن ۾ شامل آهي.

سنگت ڊيولپمينٽ فائونڊيشن جا هيٺيان پروگرام آهن: ڪميونٽي موبلائيزيشن اينڊ ڊيولپمينٽ پروگرام (برادريءَ ۾ ترقيءَ ۽ اتساهه پيدا ڪرڻ)، هيلٿ، سيف ڊرنڪنگ واٽر اينڊ سينيٽيشن (صحت، صاف پاڻي ۽ صفائيءَ لاءِ نيڪال)، سيف ڊرنڪنگ واٽر ڪيمپيئن (پيئڻ لاءِ صاف پاڻي)، ڪميونٽي ليڊ سينيٽيشن (برادريءَ طرفان صفائي)، ڪميونٽي اويئرنيس ڪئمپيئن آن ايچ. آءِ. وي، ايڊز اينڊ هيپاٽائٽس، ارلي چائلڊ ڪيئر (برادريءَ ۾ ايڊز ۽ هيپاٽائٽس بابت ڄاڻ)، اويئرنيس ڪئمپيئن آف انوائرمينٽ اينڊ ڪلائيميٽ چينج (آبهوا جي تبديلي ۽ ماحوليات بابت ڄاڻ). هيءَ تنظيم، پلانٽ انٽرنيشنل پاڪستان، ايڪشن ايڊ، يو.اين. اين. ڊي. پي.، سنڌ رورل سپورٽ پروگرام وغيره جي سهڪار سان ڪم ڪري ٿي. تنظيم جي هيڊ آفيس نوابشاهه شهر، ضلعي شهيد بينظيرآباد ۾ آهي.

**سنگتڙو:** هيءُ ميويدار وڻ، چين جو مقامي وڻ آهي. پاڪستان ۾ گهڻو ڪري پنجاب جي علائقن ۾ ٿيندو آهي. هن وڻ کي انگريزي زبان ۾ Mandarine Orange، اردوءَ ۾ سنگترہ ۽ نباتاتي ٻوليءَ ۾ Citrus reticulate چيو وڃي ٿو. هن وڻ جو تعلق Rutaceae خاندان سان آهي.



هي وڻ نازڪ ٿئي ٿو ۽ ان جو قد تقريباً 4 کان 6 ميٽرن جو ٿئي ٿو. هن ۾ ڪنڊا ننڍا ننڍا يا وري بلڪل نہ هوندا آهن. هن پن 6 کان 8 سينٽي ميٽر نيزي وانگر يا بيضوي شڪل ۾ ٿين ٿا. پنن جا ڪنارا ڏاٽيدار ۽ ڪٽيل ٿين ٿا، جڏهن تہ ان جي ڏانڊي پرده دار ٿئي ٿي. هن جا گل اڇي رنگ جا ٿين ٿا، جيڪي پن ۽ شاخ جي وچ تي ڦٽن ٿا. انهن ۾ لاتعداد نرٻور (stamen) ٿين ٿا، جيڪي ٽاندورن سان ڳنڍيل هوندا آهن. وڻ جو ميوو مٿي ۽ هيٺينءَ طرف دٻيل يا ٽڪنڊي نموني جو هوندو آهي، جنهن جو قطر 5 کان 8 سينٽي ميٽرن جو ٿيندو آهي. ميوي جي مٿئين کل تيز پيلي کان نارنگي مائل ڳاڙهي رنگ جي ٿئي ٿي. ان ۾ چمڪندڙ مادو ڀريل هوندو آهي. سنگتڙي جي کل اندر موجود ڦاڪون/ ڦارون آسانيءَ سان الڳ ٿي سگهن ٿيون. ان جو گودو نارنگي رنگ جو مٺو يا کٽو مٺو ٿيندو آهي. هي ميوو تقريباً سڄيءَ دنيا ۾ تمام گهڻي شوق سان کاڌو وڃي ٿو. هن ميويدار وڻ ۾ آگسٽ کان آڪٽوبر تائين ميوو رهندو آهي.

**سُو_ اليشو** (يا شُو-اليشو :Su- Ilisu): مشهور آثار قديم جي ماهر گريگري پوسيهل (Gregory L. Possihil) هڪ ڪتاب ’قديم ميسوپوٽيميا- هڪ مرده تهذيب جي تصوير‘ ۾ هڪ اهڙي گولائين (cylindrical) مهر جو ذڪر ڪيو، جنهن جو دور (پوئين اڪادي دور: 2200 ق. م کان 2113 ق. م) ۽ اُر III جي دور (2113 کان 2004 ق. م) جي وچ ڌاري ڄاڻايل هو. ان لاءِ لکيل هو ته اها مُهر ميلوها جي هڪ ترجمان/ مترجم (Melluhan Translator) سُواليشو (يا شو اليشو) جي آهي،



جيڪو ميسوپوٽيميا ۾ رهندو هو. پوسيهل لکي ٿو ته ”مون کي ان ماڻهوءَ ۾ دلچسپي پيدا ٿي، ڇوجو ميلوها کي عام طور سڀئي ماهر سنڌو ماٿريءَ جي تهذيب سمجهن ٿا، جيڪا منهنجي تحقيق جو فوڪس/ مرڪز رهي آهي. ميسوپوٽيميا جي ميخي خط ۾ لکيل دستاويزن مان معلوم ٿئي ٿو ته اڪاد ۾ هڪ وسندي ’ميلوها وليج‘ نالي هئي، جنهن کي ان وقت جا ماڻهو ’ميلوها جو پُٽ‘ به چوندا هئا. ان ڪري هڪ باقاعدي مترجم جو حوالو پڙهي منهنجي دلچسپي پيدا ٿيڻ سڀاويڪ هئي.“

ماهرن جو خيال آهي ته جنهن هنڌ تان اها مهر لڌي آهي، اتي ڪنهن ٻه ٻوليائي (bilingual) مهر ملڻ جي صورت ۾، سنڌو لکت جي پاچ ممڪن ٿي سگهي ٿي، ڇاڪاڻ ته سميري لکت ۽ ميسوپوٽيميا جي ٻين لکتن جي پاچ ٿي چڪي آهي.

ماضيءَ ۾ ميسوپوٽيميا ۾ جي. آر. هنٽر کي سميري مهرن سان گڏ سنڌو لکت واريون 30 مهرون لڌيون هيون، جنهن 1934ع ۾ اهو نتيجو ڪڍيو هو ته چوکور مهرون سنڌو لکت جون ٿي سگهن ٿيون، جن ۾ امڪان آهي ته ٻولي به سنڌوءَ واري خطي جي آهي، جڏهن ته گول مهرون ساڳيءَ لکت ۾ هئڻ جي باوجود ڪنهن ٻيءَ ٻوليءَ جون هجن.

فرانس جي لُوور (Louvre) ميوزيم ۾ رکيل سواليسو/ شواليشو (Su-ilisu Seal) نالي اها هڪ گولائين (cylindrical) مهر آهي، جنهن تي ميخي خط (cuneiform) ۾ لکت آهي. انهيءَ مهر جو ذڪر اسيرياﻻجيءَ جي ماهر اي. ليو اوپنهائم (A. Leo Oppenheim) جي Ancient Mesopotamia: Portrait of a Dead Civilization نالي ڪتاب ۾ موجود آهي، جنهن کي گريگوري ايل. پوسيهل (Gregory L. Possehl) منظرعام تي آندو.

انهن ٻنهي ماهرن جو خيال آهي ته ان مهر ۾ لکيل آهي ته اها مهر اُن ماڻهوءَ جي آهي، جنهن جو نالو سو-اليشو (Su-ilishu) هو جيڪو اڪاد جو رهواسي هو (اٽڪل 2020 ق. م ۾) ۽ ميلوها جي ٻوليءَ جو مترجم يا ترجمان هو. ڪيترن ماهرن موجب ميلوها، سنڌو ماٿريءَ جي ماڻهن يا سندن تهذيب لاءِ ڪتب آيل آهي.

ان مان ثابت ٿئي ٿو ته ميلوها ۾ جيڪا به ٻولي ڳالهائي ويندي هئي. سُو اليشو ان جي لکت جو ڄاڻندڙ هو ۽ کيس اڪاد جي يا سميري جي ٻولي پڻ ايندي هوندي. ڊاڪٽر آسڪو پرپولا به پنهنجي ڪتاب ’Deciphering the Indus Script‘ ۾ ان مهر جو ذڪر ڪيو آهي ۽ ان کي پنهنجي تحقيق جو بنياد به بنايو آهي. اڪاد ۾ ان مترجم يا ترجمان جي موجودگيءَ مان ثابت ٿئي ٿو ته ٻنهي تهذيبن جا پاڻ ۾ جيڪي تجارتي، سماجي ۽ ٻيا لاڳاپا هئا، تن ۾ ٻولين جي ڏي وٺ به شامل هوندي. هڪ ٻئي ڪتاب Art of the First Cities: (The Third Millennium BC from the Mediterranean to the Indus) جنهن جا ايڊيٽر ’جون اروز‘ ۽ ’رونالڊ والنيفلس‘ (Joan Aruz, Ronald Wallenfels) آهن، انهيءَ ۾ مهر جي تعارف بابت ساڳيو احوال لکيل آهي ته:

‘Cylinder Seal of Shu- ilushu, interpreter of Melluha’

يعني ’ميلوها جي ترجمان شواليشو جي مُهر‘. ان تي جيڪا لکت آهي، جنهن سان ٻنهي خطن جو تعلق جڙي ٿو. ان کان اڳ قديم بابلي دور جي هڪ لکت موجب سارغون جي حڪومت ۾، اڪاد ۾ ميلوها جا ٻيڙا ايندا هئا، ڪجهه ٻين لکتن ۾ آهي ته ميلوها جا ماڻهو پڻ اوڏانهن تجارتي مال کڻي ويندا هئا. ان دور ۾ مهرون، موتي، (تورڻ جا) وٽَ سنڌو ماٿريءَ مان اتي پهتل هئا. ڪن آثار قديم جي ماهرن ته لکيو آهي ته هتان ويل ماڻهن اتي پنهنجي وسندي (Indus Colony in Mesopotemia) ناهي هئي، جنهن بابت ڪجهه ليک نيٽ تي پڻ ملن ٿا.

شري نواسن ڪليانارامن جي لکيل ڪتاب Indus Script Cipher: Hieroglyphs of Indian Linguistic Area جي صفحي 225 تي لکيل آهي ته ’هن مهر ۾ هڪ ميلوها جو واپاري آهي، جنهن کي ميلوها جي ٻوليءَ جو مترجم/ ترجمان گهربل هو جيڪو اڪادي ٻوليءَ ۾ ان کي ترجمو ڪري سگهي ته هن کي هڪ ترجمان مليو، جنهن جو نالو شو-اليشو هو. جيڪو ميخي خط ۾ صاف پڙهڻ ۾ اچي ٿو‘

ڪيترن ٻين ڪتابن ۾ اهڙا حوالا ملن ٿا. مثلاً: Harriet Crawford جي ايڊٽ ڪيل ڪتاب The Sumerian World جي صفحي 336 تي لکيل آهي ته ”هڪ اهڙي گولائين مهر تي ان جي مالڪ بابت لکيل آهي ته ”سُواليشو- ميلوها جو ترجمان“. هن مهر ۾ اهو ترجمان هڪ ديويءَ جي هنج ۾ ويٺل آهي ۽ ڪجهه لکي يا ترجمو ڪري رهيو آهي، سامهون هڪ ماڻهوءَ جي هٿ ۾ ٻڪري (يا هرڻي) آهي.“

ياد رهي ته اڪثر ميسوپوٽيميائي لکتن ۾ دلمون (Dilmun)، مگان (Magan) ۽ ميلوها (Melluha) سان واپاري ناتن جو ذڪر اچي ٿو. ڪن عالمن دلمون ته ڪن ميلوها جي سنڌو ماٿريءَ سان نسبت ڏيکاري

آهي. مڪان يا مگان کي مڪران ڏانهن منسوب ڪيو ويو آهي. پاڪستاني اسڪالر نعيم طاهر هن ڏس ۾ پنهنجو ڪتاب Melluhas of the Indus Valley لکيو آهي. سميريا لاجيءَ جي ماهر نوح ڪريمر ۽ ان جي حوالي سان سنڌي عالم سراج، دلمون کي سنڌوءَ جو خطو ڄاڻايو آهي. بهرحال هڪ پيرو وري شو اليشو ڏانهن اچجي ته ان نالي جو هڪڙو بيو دلچسپ رخ نظر اچي ٿو.

انهيءَ ساڳئي نالي سان هڪ سمير جو بادشاهه پڻ ٿي گذريو آهي. جنهن کي مختلف لکتن ۾ ’اُر‘ جو بادشاهه ’قوم جو ديوتا‘، ’اِسين (Isin) جو بادشاهه‘ وغيره لکيو ويو آهي ۽ هن جو دور 1920- 1911 ق.م ڄاڻايو ويو آهي. پر چئي نه ٿو سگهجي ته هنن جو پاڻ ۾ ڪو تعلق هو يا نه. ڇاڪاڻ ته ٻنهي جي دورن ۾ واضح فرق آهي.

**سوامي سترامداس ’سڪايل‘**: سنڌي ڪافيءَ جو نامور شاعر روهڙيءَ لڳ هڪ ننڍي ڳوٺ جو وينل هو. سيد علي اڪبر شاهه ثاني (جان الله شاهه روهڙيءَ واري جي ستين سجاده نشين) جو طالب هو. ورهاڱي واري دور ۾ وفات ڪيائين. سترام سڪايل چڱو شاعر هو. سندس شعر کي تصوف ۽ ويدانيت جو اثر نمايان آهي. هن جون اڪثر ڪافيون وائيءَ جي فني گهاڙيٽي تي ڇپيل آهن. سندس ڪلام جو نمونو هيٺينءَ ريت آهي:

سائين منهنجي حال سڻايو، قاصد پيش پرينءَ جي نيئي،
وڇوڙي جي مون آڳ اندر ۾، محبت مچ مچايو،
درد منهنجي جي دانهن سيائي، ٻاروچل کي ٻڌايو،
ظاهر جانب جدا ٿي ويڙو، لڪندو ڪين لڪايو،
’سڪايل‘ کي سار سيد جي، جنهن ڏسندي ڏينهن وڃايو.

**سوامي هردارام**: سوامي هردارام 21 سيپٽمبر 1906ع تي نوابشاهه ضلعي جي ڳوٺ پنگوءِ ۾ شري شجرام جي گهر ۾ ڄائو. سوامي شڪتيءَ جو مالڪ هو. هو ساري ڄمار ٻال برهمچاري ۽ سچو ڪرم يوگي ٿي رهيو. هن پنهنجي گروءَ بابا هريرام جي خوب سيوا ڪئي. 14 ورهين جي ننڍي ڄمار ۾ کيس ان وٽان رهنمائي ملي. سوامي هردارام گرو گرنٿ صاحب جو نه صرف گهرو اڀياس ڪيو پر ان جي واڻيءَ تي عمل پڻ ڪندو رهندو هو.

اجمير ۾ پشڪر روڊ تي بريا ڪيل آشرم ۽ ٻئرا ڳڙهه جا اسڪول سندس ڪوشش جو ثمر آهي. ٻئرا ڳڙهه ۾ سندس سهائتا سان ڪئين اسڪول کوليا ويا. هن سنت ڪيترائي سماجي ڪم ڪيا. هر مهيني غريب بيواهه عورتن جي اناج، دوا درمل ۽ ڪپڙي وغيره جي گهرج پوري ڪرڻ ۽ ڏکويلن جي سيوا ڪرڻ سندس فطرت هئي. ٻئرا ڳڙهه ۾ ساڌو واسواڻي ڪاليج به سندس ئي ڪوشش سان قائم ٿيو هيءَ تياڳي، ويراڳي، سادگيءَ جي صورت ۽ نمرتا جي مورت هو سوامي هر سال ڊسمبر جي پوئين هفتي ۾ ست ڏينهن رام ڌُني، اکنڊ روپ سان لڳائيندو هو اُتي هن هڪ علاج جو مرڪز پڻ قائم ڪيو جتي قدرتي علاج ٿيندو رهندو آهي.

**سوڀو گيانچنداڻي**: موهن جي دڙي جو جوڳي، ننڍي ڪنڌ جو سينيئر ۽ سچو ڪميونسٽ، سامراج دشمن، جاگيردار مخالف، ترقي پسند ادب ۽ سياست کي هٿي ڏيندڙ ڪامريڊ سوڀو گيانچنداڻي، سنڌ جي تهذيب ۽ تاريخ جو ڇڻ هڪ منفرد ديومالائي ڪردار آهي.



عالمي شهرت جو مالڪ سوڀو گيانچنداڻي، موهن جي دڙي کان پنج ڪلوميٽر اولهه ۾، صدين کان آباد هڪ ننڍي ڳوٺ ٻنديءَ ۾، 3 مئي 1920ع تي پيدا ٿيو. ٻنديءَ جو 50، 60 گهرن تي مشتمل ننڍڙو ڳوٺڙو، سنڌو درياهه جي ڪَڙ تي سرسبز پسمنظر رکي ٿو ۽ ڏوڪري شهر کان ست ڪلوميٽر ڏکڻ ۾ يونين ڪائونسل بگيءَ ۾، موهن جو دڙو- باڍهه لنڪ روڊ تي واقع آهي. سوڀي جو پورو نالو سوڀراج پٽ ٽوٽرمل گيانچنداڻي آهي.

سنڌ جي تاريخ، ادب ۽ سياست تي اڻ مٽ نقش ڇڏيندڙ، هن شخص سوڀي گيانچنداڻيءَ جي ڏاڏاڻي نُک ڪٽيار جاتي لهاڻا ۽ سندس ڏاڏاڻي نُک ڏوڏاڻي آهي. سوڀي گيانچنداڻيءَ جو پڙڏاڏو گيانچند، سيٺ هرداس جو پٽ ۽ ڪنڊياري جو رهاڪو هو. جيڪو اُتان لڏي ڳوٺ ٻنڊي، تعلقي لب درياهه (هاڻي ڏوڪري)، ضلعي لاڙڪاڻي ۾ اچي وينو هو. گيانچند کي چار پٽ ٿيا: روپچند، پارو مل، پريداس ۽ جيوت راءِ. گيانچند جي لاڏاڻي کانپوءِ، سندس ملڪيت پٽن ۾ ورهائي وئي. سندس ٽئين نمبر فرزند پريداس کي ڦيريلي ۽ ماڻوءَ واري زمين، دڪان ۽ ٻنڊي، ديهه بگيءَ واري زمين مان حصو مليو. کيس اٽڪل ٽي سؤ ايڪڙ زمين هئي، جيڪا آباد ڪرائي خوشحال زندگي گذاريندو هو. پريداس کي ٻه پُٽ ٿيا: (1) ٽوٽرمل ۽ (2) ڪلڻ داس. ڪلڻ داس کي اولاد ڪو نه ٿيو اُن ڪري هن سوڀي جي وڏي ڀاءُ ڪيولرام کي پُٽ ڪري پاليو هو. سوڀي جو والد ٽوٽرمل ڦيريلي وارين زمينن تي رهندو هو ۽ هفتي ڏيڍ کان پوءِ ٻنڊيءَ پنهنجي گهر ايندو هو. سوڀي جي ڏاڏي جي وفات، قيام پاڪستان واري ڏينهن ٿي هئي.

سوڀي کي چار ڀيٽون ۽ ٻه ڀائر هئا. سڀ کان وڏي ڀيڻ ڪليانٽي، پوءِ ڀاءُ ڪيولرام، پوءِ سوڀو پاڻ. ان کانپوءِ ڀيڻ پرميشوري، ڀاءُ کوبچند، ڀيڻ وديا ۽ آخري ڀيڻ ساوتري. سوڀي جي ماءُ رحمدل، نيڪ، خداترس، سخي ۽ محنت ڪش هئي.

سوڀو گيانچنداڻي ننڍي هوندي ئي نهٺائپ، ذهانت ۽ سوچ جي حوالي سان پنهنجن هڪجيڏن کان منفرد، ٿور ڳالهائو ۽ لڄارو هوندو هو. هو هميشه تنهائي پسند ۽ گوڙ شور کان پري رهندو هو. صاف سٿرو ۽

همدرد دل جو مالڪ هوندو هو. سنڌس سرشت موهن جي دڙي جي مهان مٽيءَ مان جڙي هئي ۽ ان عظيم ڌرتيءَ جي رنگن، سنڌس وجود ۾ اندلٺي حسين رنگ پري ڇڏيا هئا.

سوڀي گيانچنداڻيءَ، پرائمري تعليم گورنمينٽ پرائمري اسڪول بگيءَ مان حاصل ڪئي، جيڪو ڳوٺ، سنڌس جنم ڪان ويهارو سال ڪن اڳ 1901ع ۾ قائم ٿيو هو. هن اسڪول ۾ گهٽي پاڳي ۽ هندي ڳوٺ جي هندن جا ٻار پڙهندا هئا، ۽ بگيءَ جي مسلمانن جا ٻار گهٽ پڙهندا هئا. سوڀي پنجن سالن جي ڄمار ۾، 1925ع ۾، هن اسڪول ۾ داخلا ورتي هئي. سنڌس ڀاءُ ڪيولرام ۽ هي ٻئي هڪ ئي ڪلاس ۾ گڏ پڙهندا هئا. هو جڏهن چوٿين ڪلاس ۾ پڙهندا هئا ته سنڌن ڏاڏي کين خاڪي اسڪائوٽنگ يونيفارم وٺي ڏنو هو. هي ٻئي پاڻ جڏهن خاڪي وردي پائي بگيءَ جي گهٽين مان لنگهي اسڪول ويندا هئا ته ٻيا ٻار کين عجب ۽ حسرت مان ڏسندا هئا. پرائمري پنج درجا سنڌي، بگيءَ جي اسڪول مان پڙهي، وڌيڪ تعليم حاصل ڪرڻ لاءِ سوڀي گيانچنداڻيءَ کي 1929ع ۾ قمبر جي اي. وي اسڪول ۾ موڪليو ويو جتي هن ۽ ڀاڻس ڪيولرام پنهنجن عزيزن جي گهر ۾ رهڻ کي بوجهه سمجهندي، اسڪول جي بورڊنگ هائوس/ هاسٽل ۾ رهڻ پسند ڪيو. اتي اسڪول ۾ کيس تمام سٺو ماحول ميسر ٿيو. کيس مطالعي جو بيحد شوق هوندو هو. هن اسڪول جي لائبريءَ مان ٻاراڻين ڪهاڻين ڪانسواءِ ڪيترائي ڌرمي/ مذهبي ڪتاب، سنڌر ساهتيه منڊل جا رسالا، لوڪ ڪهاڻيون، جاسوسي ناول، سک ڌرم جون جنم ساکيون، مهاڀارت، رامائڻ، چار درويش، گل بڪاولي، اميرحمزي وغيره قسم جا داستان ۽ قصا پڙهي پچايا. هن اُتي گرو گرنٿ جو به مطالعو ڪيو.

انگريزي چار درجا قمبر ۾ پڙهي، سوڀو ۽ ڪيولرام لاڙڪاڻي گورنمينٽ هاءِ اسڪول ۾ داخلا وٺڻ آيا. ٽيسٽ ۾ سوڀو پاس ٿي ويو پر ڪيولرام فيل ٿي پيو. جنهنڪري هن اي. وي. اسڪول ۾ داخلا ورتي ۽ ٻئي پاڻ لاهوري محلي ۾ هڪ جاءِ وٺي اتي رهڻ لڳا. اڳتي هلي سوڀي جي ڀاءُ کي به هاءِ اسڪول ۾ داخلا ملي وئي. سوڀي پنجون درجو انگريزي لاڙڪاڻي ۾ ديوان ڪرمچند هنگوراڻيءَ جي تعليم ۽ تربيت هيٺ ڏنو، جيڪو کيس پٽن وانگر پائيندو هو. 1936ع ۾ سوڀو اڃا ڇهين درجي ۾ هو ته ديوان ڪرمچند هنگوراڻي، اين. جي. وي هاءِ اسڪول ڪراچيءَ ۾ بدلي ٿي ويو، جنهن سوڀي کي ڪراچيءَ ۾ گهرائي، اين. جي. وي هاءِ اسڪول ۾ داخلا ڏني، جتي ڇهون ۽ ستون درجو پڙهيو ۽ 1937ع ۾ (بمبئي يونيورسٽيءَ مان) مئٽرڪ ڪيائين.

اين. جي. وي. اسڪول ۾ ئي سوڀي پنهنجي وسيع مطالعي جي آڌار تي به مضمون هڪ 'ٽئگور' بابت ۽ ٻيو 'سوامي رام تيرٿ' بابت لکيا هئا. مئٽرڪ پاس ڪرڻ ڪانپوءِ هن 1939ع ۾ ڊي. جي. سنڌ ڪاليج مان انٽرميڊيئيٽ جو امتحان ڏنو. ڊي. جي. سنڌ ڪاليج ۾ سوڀي جا استاد، ڊاڪٽر گربخشاڻي، ٽي. ايم. آڏواڻي، ڀيرو مل مهرچند آڏواڻي، ڊاڪٽر ڊيوئارٽ، اين. بي. ٻُٽاڻي، لالسنگهه اجواڻي، پروفيسر منگهارام ملڪاڻي ۽ پروفيسر رام پنجواڻيءَ جهڙا وڏا عالم ۽ اديب هئا. هن اتي آرٽس ۾ فلسفي ۽ منطق جا مضمون پڙهيا.

ڊي. جي. سنڌ ڪاليج ۾ پڙهڻ دوران مٿس ٽئگور، مهاتما گانڌي ۽ جواهر لال نهروءَ جو چڱو اثر ٿي ويو هو ۽ هو اڪثر ڪاڌيءَ جي قميص، پتلون ۽ مٿي تي ڪاڌيءَ جي ٽوپي پائيندو هو.

ٽئگور جي شخصيت ۽ شاعريءَ کان سوڀو ايترو ته متاثر هو، جو هن انٽر آرٽس ڪرڻ بعد فيصلو ڪري ورتو ته هو ٽئگور جو شاگرد بڻجندو. ويتر سنڌس اسڪول جي دوست ليکي تلسياڻيءَ به شانتينڪيتن مان گرئجوئيشن ڪرڻ جو خيال ظاهر ڪيو ته هن جي من ۾ شديد خواهش پيدا ٿي ته هو جيترو جلد ٿي سگهي، ٽئگور کي ويجهي کان ڏسي ۽ ساڻس گفتگو ڪري. ٽئگور جون تحريرون سوڀي لاءِ آسماني صحيفي جي حيثيت رکنديون هيون. ان ڪري 1939ع ۾ ڪلڪتي يونيورسٽيءَ جي 'شانتينڪيتن ڪاليج' ۾ داخلا وٺڻ جو پڪو پهه ڪري پنهنجي هاءِ اسڪول جي اُستاد، ديوان ڪرمچند هنگوراڻيءَ کان موڪلائڻ ويو ته هن کيس آسيس ڏيندي چيو ته، "تون هڪ عظيم اُستاد وٽ وڃي رهيو آهين. پڪوان تنهنجو درجو اسان کان گهٽ مٿي ڪندو."

انهيءَ زماني ۾ شانتينڪيتن ۾ داخلا ڏاڍيءَ مشڪل سان ملندي هئي ۽ اڪثر شاگردن کي واپس ٽيڻو پوندو هو ان ڪري سوڀي، شانتينڪيتن ۾ وڃڻ کان اڳ ئي، ٽئگور کي هڪ ٽيليگرام موڪليو ته، "منهنجو ڪردار سٺو آهي، آءٌ پڙهائيءَ ۾ سٺو آهيان، آءٌ شانتينڪيتن ۾ پڙهڻ چاهيان ٿو مون کي واپس نه ڪريو ته پوءِ آءٌ شانتينڪيتن ۾ داخلا وٺڻ اچان" کيس تار جو جواب مليو ته، "تنهنجي داخلا ٿي وئي آهي. 19 جون 1939ع جي گروپ ۾ شامل ٿيڻ لاءِ ڪراچيءَ ۾ اسان جي نمائندي سان مل، هو تنهنجي گروپ سفر جو ڏاڪرائي تي انتظام ڪرائي ڇڏيندو. تنهنجي داخلا جي ٽئگور منظوري ڏئي ڇڏي آهي."

سوڀو شانتينڪيتن ۾ داخلا وٺڻ لاءِ سنڌ جي 23 ڇوڪرين سان گڏ ريل ذريعي 19 مئي 1939ع تي ڪراچيءَ کان ڪلڪتي روانو ٿيو. انهن ۾ اڪثر ڇوڪريون حيدرآباد ۽ ڪراچيءَ جي عامل گهراڻن سان واسطو رکندڙ هيون. انهن ۾ صرف هڪڙي ڇوڪري لاڙڪاڻي جي سُندري شوداساڻي هئي. سنڌن هي سفر تي ڏينهن رهيو ۽ هو ڪاليج کُلڻ کان ٽي ڏينهن اڳ اتي وڃي پهتا، ڇوڪرن جي ڪاليج هاسٽل ۾ سوڀي کي اڪيلو رهڻو پيو. ان ڪري هو اُداس ٿي پيو ۽ پنهنجي ڀاءُ ڪيولرام کي جيڪو پهريون خط لکيائين، اُن ۾ اداسي ئي اداسي هئي، پر شانتينڪيتن جي سرگرم ۽ پرمسرت زندگيءَ کيس گهڻو وقت اداس ٿيڻ نه ڏنو. ٻئي ڏينهن ساجهر سوڀي ڏٺو ته سڄو شانتينڪيتن موسيقيءَ جي سُرن سان گونجي رهيو هو. ڪٿي ستار پئي وڳي ته ڪٿي بانسريءَ

جو آواز پئي آيو ته ڪٿان بنگالي موسيقي ٻڌڻ ۾ پئي آئي. جڻ ته سڄو ادارو جاڳي پيو هو ۽ صبح جو پکين سان گڏ ڪائنات جي هر شيءِ ڳائي رهي هئي.

جڏهن سوڀو ڀهرئين ڏينهن ڪاليج پهتو ته پرنسپال کيس چيو ته، ”تون ڀهريون شاگرد آهين. جنهن ٽئگور کي ان قسم جو ٽيليگرام موڪليو آهي.“ جڏهن ٽئگور، سوڀي کان تعارف پڇيو ته هن انگريزيءَ ۾ کيس جواب ڏنو:

”I have come from Larkana“، ان تي ٽئگور کيس چيو ته ”From Mohen Jo Daro?“، جنهن تي هن هائوڪار ڪئي، ۽ پوءِ ٽئگور کيس هميشه ”Man from Mohen jo Daro“ (موهن جي دڙي



جو ماڻهو) سڏيندو هو يا وري ’شوڀو!‘ ڪاليج جو پرنسپال انيل چندا به مٿس ڏاڍو مهربان هوندو هو.

ڪاليج جو ماحول گهڻو قومي ۽ گهڻو هوليائي هو. هن جا اڪثر دوست ترقي پسند هوندا هئا. سوڀو ترجمي ذريعي هندستان جي اڪثر زبانن جو ترقي پسند ادب پڙهي چڪو هو. اُن ڪري ڪاليج ۾ همعصر دوستن جو دادلو هوندو هو. انگريزيءَ تي به ٻين کان وڌيڪ عبور هئس. ان ڪري ٽن مهينن اندر کيس ’انگلش اسٽڊي سرڪل‘ جو جوائنٽ سيڪريٽري بنايو ويو. سوڀي اتي اڪانامڪس، پاليٽڪس ۽ ڪمپلسري انگريزيءَ سان گڏ سنڌيءَ جو مضمون به کنيو. اُن ڪري، سوڀي لاءِ ڪلڪتي يونيورسٽيءَ جي استاد ۽ ڳُلي ڪرپلاڻيءَ جي ڀاءُ، ڪشني ڪرپلاڻيءَ کي سنڌي پڙهائڻ لاءِ مقرر ڪيو ويو. جنهن هن جي اڀياس لاءِ چينمل پرسرام جو ڪتاب ’سنڌ جا صوفي‘، ’بيوس جو ڪلام‘ ۽ ’شاهه جي رسالي‘ جا ڪجهه سُر تجويز ڪيا.

ڪشنو ڪرپلاڻي، سوڀي جو استاد هئڻ سان گڏ ذاتي دوست ۽ سرپرست بنجي ويو. اهڙيءَ طرح ڪاليج جو پرنسپال انيل چندا به هن کي ڏاڍو ڀائيندو هو. ڪرپلاڻي ۽ انيل چندا سوشلسٽ خيالن جا هئا. هنن ٻنهي ۽ سندس انگريزيءَ جي استاد ارنسن جي صحبت ۽ رهبريءَ ۾، سوڀي، روس، جرمني، فرانس ۽ آمريڪا جو ادب، دوستو وسڪيءَ جا ڪتاب، جرمن اديبن واسرمين، ڪافڪا ۽ ٿامس مين جا ڪتاب، انگريز اديبن ٿامس هارڊي، گالسوردي ۽ برنارڊشا جا ڪتاب پڙهيا. سوڀي شانتينڪيتن جي وسيع لائبريريءَ مان ڀرپور لاڀ حاصل ڪيو. جيڪا هڪ قسم جو ’دارالعلوم‘ هئي. هن اتي رهي ٽئگور جي شخصيت جو به ويجهي کان مطالعو ڪيو. اتي نرت، راڳ ۽ مصوريءَ جا ڪلاس به ٿيندا هئا. سڄي هند جا راڳي ۽ آرٽسٽ ايندا هئا. سمورن پرڳڻن جي آرٽ ۽ ڪلچر جا نماءَ ٿيندا هئا، جن ۾ سوڀو دلچسپيءَ سان شريڪ ٿيندو هو.

سوڀي، رابندرناٿ ٽئگور جي ذاتي لائبريريءَ مان به ڪافي فائدو ورتو. ’انگلش لٽرري سرڪل‘ جي مئگزين ۾ ڇپجندڙ مضمونن جي چونڊ ۾ هو سهڪاري هوندو هو. ان مئگزن ۾ سوڀي جي هڪ انگريزي ڪهاڻي به ڇپي هئي (جيڪا اڳتي هلي، انور پيرزادي ’ڀاڄوڪڙ‘ عنوان سان ترجمو ڪئي ۽ طارق اشرف پنهنجي رسالي ’سهڻيءَ‘ ۾ شايع ڪئي هئي.) هتي هنديءَ جي وڏي اديب بلراج ساهنيءَ سان به سوڀي جي ويجهڙائپ ٿي. مختلف موقعن تي ٿيندڙ تقريبن دوران سوڀي جي، شانتينڪيتن ۾ مهاتما گانڌي، جواهر لال نهرو، سڀاش چندر بوس، چيانگ ڪائي شيڪ ۽ يوسف مهر عليءَ جهڙين ڪيترين ئي شخصيتن سان ملاقات ٿي.

شانتي نڪيتن ۾ ئي سوڀي جو سميندرناٿ ٽاگر سان واسطو ٿيو. جيڪو ڪميونسٽ پارٽيءَ سان وابسته هو. ان کيس پڙهڻ لاءِ ڪيترا ڪتاب ڏنا. سوڀو شانتينڪيتن مان تعليم پوري ڪري جڏهن سنڌ واپس وچي رهيو هو ته هن ۽ ٻين شاگردن کي سندن انگريز استاد گهرائي پڇيو ته ”اوهان شانتينڪيتن مان ڇا حاصل ڪيو؟“ هر ڪنهن پنهنجو پنهنجو رايو ڏنو. جڏهن سوڀي جو وارو آيو ته هن جواب ڏنو، ”آءٌ هتي ٻار جي حيثيت ۾ آيو هوس، ۽ ’ماڻهو‘ بڻجي واپس وڃان پيو.“ اهڙيءَ طرح اپريل 1941ع ۾ سوڀو گيانچنداڻي، شانتينڪيتن مان سنڌ موٽيو ته هڪ انقلابي بڻجي موٽيو.

شانتينڪيتن ۾ سوڀي کي پنهنجي ڪلاس فيلو سُندري شوداساڻي تمام ويجهي هئي ۽ اُن جي ساڻس شادي ڪرڻ جي خواهش هئي، پر سنڌ جي روايت مطابق ننڍپڻ ۾ سوڀي جي هڪ خاندان ۾ ڇوڏهن سالا ڇوڪري ’ليلان‘ سان مڱڻو ٿي چڪو هو. ۽ هو اجا شانتينڪيتن ۾ ئي هو ته سندس وڏي ڀاءُ ڪيولرام جي کيس تار اچي پهتي ته، ”تنهنجي شادي 25 اپريل 1941ع تي طئي ٿي چڪي آهي، مقرر وقت تي ضرور پهچجان.“ سوڀي هڪ هنڌ لکيو آهي ته، ”منهنجي شاديءَ جي خبر ڪيترين ئي گرلس اسٽوڊنٽس کي مايوس ڪيو. منهنجي ڪيرالا جي هڪ ڇوڪري ’ليلا اپن‘ سان ڪافي ويجهڙائي هئي ۽ هوءَ منهنجي بهترين دوست هئي. منهنجي شاديءَ جي خبر ٻڌي هن چيو ”سوڀا! مون ٻڌو آهي ته تنهنجو مڱڻو ٿي چڪو آهي ۽ تنهنجي شادي به ٿيڻ واري آهي. ڇا تون اُن سان مليو آهين؟“ مون کيس وراڻيو ”نه، اتي اسان وٽ اهو رواج نه آهي.“ ليلا اپن کي ڏاڍو صدمو پهتو ته جنهن ڇوڪريءَ سان سوڀي جي شادي ٿي رهي آهي، اُن کي هن ڪڏهن

ڏٺو به نہ آهي. هوءَ ترقي يافتہ خاندان جي ڇوڪري هئي ۽ انگلش سرڪل جي جوائنٽ سيڪريٽري هئي ۽ آءُ (سوڀو) انگلش سرڪل جو سيڪريٽري هئس. هن مون کان مڱينديءَ جو نالو پڇيو، مون کيس ٻڌايو تہ ”اها تنهنجي هر نام ’ليلان‘ آهي.“ جنهن تي هن ٺهڪ ڏنو ۽ چيو تہ ”تون هڪ ليلان سان شادي ڪري رهيو آهين، جيڪا اپن نہ آهي.“ سوڀي کيس ٻڌايو تہ ”اها مقدر جي ڳالهہ آهي، ساڻس منهنجو مڱڻو ان وقت ڪيو ويو هو، جڏهن آءُ 15 سالن جو هئس. هن وقت آءُ 21 سالن جو آهيان، ۽ اُن ڇوڪريءَ سان وڃي شادي ڪندس، جنهن کي مون ڪڏهن بہ نہ ڏٺو آهي.“ ان تي ليلا اپن کيس وراڻيو تہ ”منهنجو پهريون خط تو کي ان وقت ملندو، جڏهن تنهنجي شادي ٿي چڪي هوندي. جواب ضرور ڏجانءِ!“

جڏهن سوڀي جي شادي ٿي تہ پنجن ڏينهن کانپوءِ کيس ’ليلا اپن‘ جو خط اچي مليو تہ، ”اسان جي دوست سوڀي جي شادي ’ليلان‘ نالي هڪ ڇوڪريءَ سان ٿي وئي، يقيناً اها اپن نہ آهي.“

سوڀي جي گهرو زندگي بلڪل پُرسڪون ۽ پُر اعتماد رهي. سوڀي جي گهرواري ’ليلان‘ کانئس ست سال ننڍي هئي. چار درجا سنڌي پڙهيل هئي. پر هن سوڀي سان زندگيءَ جي هر موڙ تي ساٿ ڏنو. سوڀي جي قيدن ۽ نظربندين کان ڪڏهن بہ نہ گهٻرائي ۽ سوڀي جي ٻارن جي سهڻي تربيت ڪيائين.

شانتينڪيتن جي تعليم پوري ڪري، ڪامريڊ سوڀو جڏهن سنڌ پهتو تہ ملڪ ۾ سياسي سرگرميون وڌي چڪيون هيون. مهاتما گانڌيءَ جي ’هريجن‘ رسالي ۾ ڇپجندڙ مضمونن ملڪ ۾ باهہ ٻاري ڏني هئي. ’هندستان خالي ڪريو تحريڪ‘ (Quit India Movement) لاءِ تيزيءَ سان ميدان تيار ٿي رهيو هو. سوڀي اهڙي گرم سياسي ماحول دوران 1941ع ۾ ايس. اي. شهاڻي لا ڪاليج ڪراچيءَ ۾ وڪالت لاءِ داخلا اچي ورتي، جتي سندس پراڻي دوست ليکي تلسياڻيءَ بہ داخلا ورتي هئي. گوبند مالهي بہ سندن ڪلاسي اچي ٿيو ۽ پڙهائيءَ دوران سندس گوبند مالهيءَ سان تمام گهڻي ويجهڙائي ٿي وئي، ٽئي گڏ گهمندا ۽ مطالعو ڪندا هئا.

1940ع ڌاري حشو ڪيولراماڻي، انگلنڊ مان موٽيو هو ۽ اچڻ سان ڪراچيءَ ۾ ’شاگرد تحريڪ‘ تي ڇانئجي ويو هو. هن پريتم ٽهلراماڻي، موتي موٽواڻي، ريجهو ابيچنداڻي ۽ ٻين شاگردن سان گڏجي سرگرميون شروع ڪيون هيون ۽ ڪاليج جي فين گهٽائڻ واري تحريڪ ۾ حصو ورتو هو. 1940ع ۾ ئي حشو ڪيولراماڻي، پريتم ٽهلراماڻي ۽ سنتوش ڏرماڻي گرفتار ٿي ويا هئا. سوڀي گيانچنداڻيءَ بہ شاگرد تحريڪ ۾ حصو وٺڻ شروع ڪيو ۽ جلد ئي سرگرم ڪارڪن ۽ اڳواڻ بڻجي ويو. هن جي شخصيت، سچائي ۽ بيدپائيءَ شاگردن کي تمام گهڻو متاثر ڪيو هو. نہ رڳو پنهنجي ڪاليج ۾، پر ٻين تعليمي ادارن ۾ پڻ ڪافي مقبول ٿي ويو. ان وقت، ’سنڌ اسٽوڊنٽس فيڊريشن‘ جو بنياد پئجي چڪو هو.

حشو ڪيولراماڻي جيل کان ٻاهر نڪرڻ کانپوءِ سوڀي جو دوست بڻجي ويو ۽ گڏجي حيدرآباد، نوابشاهہ، سکر، شڪارپور ۽ لاڙڪاڻي جو دورو ڪيائون. هن ٻہ ڏينهن سوڀي جي ڳوٺ ٻنديءَ ۾ بہ گذاريا ۽ دنيا ڀر جي ترقي پسند اديبن، شاعرن، دانشورن ۽ سنڌن تحريڪن تي خوب گفتگو ڪيائون. ان وقت ’سنڌ اسٽوڊنٽس فيڊريشن‘ حشو ڪيولراماڻيءَ جي اثر هيٺ هئي ۽ هن هرهنڌ شاگردن سان سوڀي جي واقفيت ڪرائي ۽ پوءِ سوڀي کي هن تنظيم جو سيڪريٽري جنرل ڪرايائين. ’سنڌ اسٽوڊنٽس فيڊريشن‘ جو سيڪريٽري بڻجڻ بعد سوڀي ان کي منظم ڪيو. اسٽڊي سرڪل هلايا ۽ شاگردن کي مارڪسواد، سوشلزم ۽ تاريخ جا ڪتاب پڙهايا.

1942ع ۾ جڏهن سوڀو وڪالت جي ٻئي سال ۾ پڙهي رهيو هو تہ 8 آگسٽ 1942ع تي بمبئيءَ ۾ انڊين نيشنل ڪانگريس ’ڪئٽ انڊيا‘ (Quit India) جو ٺهراءُ پاس ڪيو ۽ ٻئي ڏينهن گانڌي، نهرو، ولڀ ڀائي پٽيل، مولانا آزاد ۽ ٻيا ڪانگريسي اڳواڻ گرفتار ٿي ويا. سنڌ مان بہ ڪيترا اڳواڻ گرفتار ٿيا. ڪراچيءَ جي ڪاليجن ۽ اسڪولن ۾ هڙتالون شروع ٿي ويون، سوڀي ڪاليج ۾ هڙتال جي اڳواڻي ڪئي، جنهن دوران گوبند مالهي، ڪيرت ٻاٻاڻي، آسن اتمچنداڻي (اي. جي. اتم) ۽ ٻيا شاگرد گرفتار ٿي ويا، سوڀي، پوليس جي نظرن کان غائب ٿي، تحريڪ جي اڳواڻي ڪئي ۽ جڳهيون بدلائيندو رهيو. ليکو تلسياڻي ساڻس گڏ هوندو هو. جنوري 1943ع ۾ ميٺارام هاسٽل جي ٽينس ڪورٽ تي جهنڊي جي سلامي ڪرائڻ کان پوءِ، ليڪچر ڏيڻ دوران سوڀي کي گرفتار ڪيو ويو.

حيدرآباد جيل ۾ سوڀي جي مشهور انقلابي ’پرچي وديارٿيءَ‘ سان ملاقات ٿي. اڳتي هلي پرچو وديارٿي ڪراچي جيل بدلي ٿيڻ بعد اتان جيل مان فرار ٿي ويو هو.

سوڀي جو هي سياسي طور پهريون دَور هو. سنڌ جي ڪجهہ علائقن: سکر، خيرپور ۽ سانگهڙ ۾ حر تحريڪ خلاف مارشل لا لڳائي وئي هئي. ان عرصي ۾ بلوچستان هٿيار کڻي ويندڙ ريل کي ڪيرائڻ جي الزام ۾ هيمون ڪالاڻيءَ کي گرفتار ڪري، ڦاسي ڏني وئي هئي. سوڀو سکر جيل پهتو تہ هيمونءَ جي شهادت مثالي داستان بڻجي چڪي هئي. اتان واپسيءَ تي حيدرآباد جيل ۾ سوڀي کي سيد صبغة اللّٰہ شاهہ پير پاڳاري جي شهادت جي پڻ خبر پئي.

سورهن مهينن جي قيد کانپوءِ، جولاءِ 1944ع ۾ سوڀو آزاد ٿيو: آزاديءَ بعد بہ ٽي ڏينهن ڳوٺ ٻنديءَ ۾ رهڻ کانپوءِ، ڪراچيءَ اچي وري سياست ۾ سرگرم ٿي ويو. ان ئي دور ۾ ’نئين دنيا‘ رسالو، شڪارپور مان منتقل ڪري ڪراچيءَ آندو ويو هو. هتي ’نئين دنيا ڪتاب گهر‘ جو بنياد گوبند مالهي وجهي چڪو هو. جنهن لاءِ هڪ جاءِ بہ ورتي وئي هئي، جتي ڪل وقتي ڪميونسٽ ڪارڪن اچي رهندا هئا. ڪڏهن ڪڏهن عينشي وديارٿي بہ اُتي اچي رهندو هو.

سوڀي جو به ڪميونسٽ پارٽيءَ سان ڪاليج ۾ وڪالت پڙهڻ ڪان اڳ ئي واسطو سوميندرنات ٺاڪر جي صحبت ۾ پيو هو پر جيئن ته رووليشنري ڪميونسٽ پارٽي آف انڊيا جو 'سنڌ اسٽوڊنٽس فيڊريشن' ڪان وڌيڪ 'آل انڊيا اسٽوڊنٽس فيڊريشن' سان واسطو هو. ان ڪري سوڀي ڪين لڪي موڪليو ته اوهان جو جيئن ته سنڌ جي مقامي شاگردن سان لاڳاپو نه آهي، ان ڪري اوهان سان منهنجو نڀاءُ نه ٿي سگهندو. ان ڪري هي پارٽي ميمبر نه ٿيو. پر جولاءِ 1944ع ۾ جيل مان ٻاهر اچڻ بعد هي سڌو وڃي ڪميونسٽ پارٽي هيڊڪوارٽر/ پارٽي ڪميون ۾ رهيو. جتي سمورا ڪامريڊ گڏجي مطالعو ڪندا هئا ۽ 1945ع ۾ هن ڪميونسٽ پارٽيءَ ۾ باقاعدي شموليت اختيار ڪئي. ان وقت پارٽيءَ جو سيڪريٽري جنرل جمال الدين بخاري هو. سوڀو هن شخص کان ڪافي متاثر رهيو آهي. ان ئي زماني ۾ سوڀي جا جي. ايم. سيد سان به تعلقات پيدا ٿيا. ڪيس جي. ايم. سيد جو اهو جملو اڄ به ياد آهي، جنهن ڪيس پهرينءَ ملاقات ۾ چيو هو ته. "توهان ڪميونسٽ ماڻهن جي دماغ کي متاثر ڪريو ٿا، پر آءٌ عام ماڻهن جي جذبن کي متاثر ڪريان ٿو." سوڀي ڪيس وراڻيو هو ته. "اسان عوام جي دماغن سان گڏ سندن پيٽن کي به متاثر ڪندا آهيون." سوڀو آخري زندگيءَ تائين جي. ايم. سيد جي ڪافي ويجهو رهيو.

ڪامريڊ سوڀي ٽريڊ يونين، شاگردن ۽ ترقي پسند اديبن ۾ ڪم ايترو وڌائي ڇڏيو هو، جو هو وڪالت جو امتحان پاس نه ڪري سگهيو هو ۽ گهٽو گهٽو پوءِ هن 1970ع ڌاري وڃي ايل. ايل. بي ڪئي.

سوڀو 1945ع ۾ لينن جي جنم ڏينهن تي، پارٽي ميٽنگ ۾ پهريون ڀيرو شريڪ ٿيو. 1946ع جي چونڊن ۾ ڪميونسٽ پارٽي اُڀري آئي ۽ اُن نعرو هنيو ته "ڪانگريس، ليگ ۽ ڪميونسٽ اتحاد ڪريو". گانڌيءَ ۽ جناح جي وچ ۾ ڳالهين ڪرائڻ ۾ راج گوپال آچاريا جو وڏو هٿ هو. آل انڊيا ڪميونسٽ پارٽيءَ، حالتن جو رُخ ڏسي، ورهاڱي کي قبول ڪري ورتو هو ۽ سجاد ظهير کي پاڪستان ۾ ڪميونسٽ پارٽيءَ کي منظم ڪرڻ لاءِ موڪليو ويو. اُن وقت مسلم ليگ 'پاڪستان ڏي' ملهايو هو، جنهن ۾ ڪامريڊ سوڀو 'اسٽوڊنٽس فيڊريشن' جي ساٿين ۽ ڪميونسٽن سان گڏ اچي شريڪ ٿيو هو. سندس ساٿين جي هٿن ۾ ڪميونسٽ پارٽيءَ جو ڳاڙهو جهنڊو هو ته ٻئي پاسي يوسف هارون جي اڳواڻيءَ ۾ مسلم ليگين جي هٿ ۾ 'سائو جهنڊو' هو. ٻنهي جو گڏيل نعرو هو 'آزاد هندستان ۾، آزاد پاڪستان گهرجي'. ڪميونسٽ پارٽيءَ پاڪستان جي حمايت 'حق خود اختياري' (Self Determination) جي اصول هيٺ ڪئي، گڏو گڏ سندن اها مجبوري هئي ته هو پاڻ کي عوام کان ڌار نه پئي ڪري سگهيا.

17 فبروري 1946ع تي رايل انڊين نيويءَ جي بغاوت ٿي، جيڪا 17 فبروري 1946ع کان 23 فبروري 1946ع تائين ست ڏينهن هلي، جنهن ۾ سنڌ جي اديب علي احمد بروهيءَ جو پڻ اهم ڪردار هو. باغين وٽ ڪانگريس، ليگ ۽ ڪميونسٽ پارٽيءَ جا جهنڊا هئا. مشهور ڪميونسٽ اڳواڻ ڊانگي، سڄي هندستان ۾ عام هڙتال جو سڏ ڏنو هو. ڪراچيءَ ۾ ڪامريڊ سوڀي، اندر ڪمار گجرال، پروفيسر پاروائي ۽ ٻيا عيدگاهه واري آفيس ۾ گڏ ٿيا ۽ شام جو عيدگاهه ميدان تي سوين شاگردن ۽ عام ماڻهن جي جلوس سان گڏجي احتجاج ڪيو ويو. ٻئي ڏينهن پروفيسر پاروائي ۽ ڪامريڊ سوڀو گرفتار ٿي ويا. پنيان سرڪار فائرنگ ڪرائي، جنهن ۾ 11 ڄڻا مارجي ويا. هن بغاوت جو پهريون شهيد سوپارام هو. ڪامريڊ سوڀي کي جيل ۾ اهي خبرون پهتيون. ست ڏينهن جيل ۾ رکڻ کانپوءِ ڪامريڊ سوڀي کي آزاد ڪيو ويو ۽ هن ڪميونسٽ پارٽيءَ جي ڪارڪنن سان گڏجي زخمي نوجوانن ۽ جيل ۾ گرفتار ساٿين جي اچي خبرگيري ڪئي.

ڪامريڊ سوڀو گيانچنداڻي، **ٽريڊ يونين تحريڪ** ۾ ابتدا کان وٺي شامل رهيو. هن پهرين ٽريڊ يونين 1944ع ۾ آرگنائيز ڪئي هئي ۽ آهستي آهستي ڪراچيءَ جي سڄي ليبر تحريڪ تي ڇانئجي ويو. سندس ريلوي يونين سان به ويجهو واسطو هو. ان حد تائين جو جڏهن به هڙتال جو سڏ ڏنو ويندو هو ته سڀ ريلون بند ٿي وينديون هيون. ڪامريڊ سوڀو ڪراچي اليڪٽرسٽي سپلاءِ ورڪرس يونين ۾ به ڪم ڪندو هو. مزدورن جي تحريڪ ۾ سوڀي جي شرڪت 1944ع کان 1947ع تائين لڳاتار رهي.

ڪامريڊ سوڀو، ٽريڊ يونين سياست کان وٺي **'سنڌ هاري ڪميٽي'**، **'انجمن ترقي پسند مصنفين'** ۽ **'سنڌي ادبي سنگت، سنڌ'** ۾ پڻ سرگرم رهيو. سندس لکڻ موجب هن جو سنڌي ادبي سنگت سان 1944ع کان وٺي واسطو رهيو. 1945ع ۾ ڪراچيءَ ۾ ڪميونسٽ پارٽيءَ جي ڪوشش سان هڪ ڪانفرنس ڪوٺائي وئي هئي، جنهن ۾ ٽريڊ يونين ليڊر ۽ هاري ليڊر شريڪ ٿيا هئا. ڪامريڊ حيدربخش جتوئي، 'سنڌ هاري ڪميٽيءَ' ۾ شرڪت ڪري چڪو هو. ڪامريڊ جمال الدين بخاري، ڪامريڊ عبدالقادر، گوبند مالهي ۽ ٻين گڏجي هڪ آرگنائيزنگ ڪميٽي تشڪيل ڏني ۽ ان کي ڪميونسٽ پارٽيءَ جي هڪ فرنٽ واري حيثيت ڏني. ياد رهي ته سنڌ هاري ڪميٽي، 1930ع ۾ سائين جي. ايم. سيد، جيٺمل پرسرام، جمشيد نسروانجي ميهتا ۽ ٻين گڏجي ٺاهي هئي.

سوڀي، سنڌ هاري ڪميٽيءَ جي 'اڌو اڌ بٽئيءَ واري تحريڪ' توڙي 'الاٽي تحريڪ' ۾ ڀرپور حصو ورتو. هن تحريڪ ۾ ڪامريڊ حيدربخش جتوئي، قاضي فيض محمد، ڪامريڊ غلام محمد لغاري، مولوي عزيزالله جروار، مولوي نذير حسين جتوئي، مولانا عبدالقادر انڍڙ شامل هئا ۽ کين سائين جي. ايم. سيد، شهيد حسن ناصر ۽ ٻين جي مڪمل حمايت حاصل رهي هئي.

ڪامريڊ سوڀي گيانچنداڻي، ونيونٽ خلاف تحريڪ ۾ پڻ سنڌي ادبي سنگت ۽ سنڌ هاري ڪميٽيءَ سان گڏجي حصو ورتو هو.

1969-1970ع ڌاري جڏهن ڪامريڊ حيدربخش جتوئي، سنڌ هاري ڪميٽيءَ جو صدر هو ته ڇمبڙ، ضلعي حيدرآباد ۾ 'هارين جي ڪورٽ' قائم ڪئي وئي، جنهن ۾ ڪامريڊ سوڀي گيانچنداڻيءَ جو به وڏو ڪردار هو.

ڪامريڊ سوڀي گيانچنداڻيءَ، ملڪي اليڪشنن ۾ ٽي ڀيرا حصو ورتو: (1) 1953ع ۾ ڪامريڊ سوڀو پهريون ڀيرو چونڊن ۾ بيٺو. ان وقت هندن ۽ مسلمانن جا ووٽ ڌار ڌار هئا، هو جنهن تڪ مان اميدوار بيٺو هو، اهو نوابشاهه، خيرپور، لاڙڪاڻي ۽ دادو ضلعن تي مشتمل هو. ڪامريڊ جي مقابلي ۾ پير پاڳاري جو حمايتي سيرو مل هو. پير صاحب، ڪامريڊ سوڀي کي هٽ ڪٽڻ لاءِ چيو، پر سوڀي انڪار ڪيو. ان وقت سنڌ هاري ڪميٽيءَ جو جي. ايم. سيد سان اليڪشني اتحاد هو ۽ ان اتحاد جو نالو 'عوامي محاذ' هو. جي. ايم. سيد جا اٺ اميدوار ۽ سنڌ هاري ڪميٽيءَ جا 42 اميدوار بيٺا، جن مان جي. ايم. سيد جا 7 اميدوار ڪامياب ٿيا ۽ سنڌ هاري ڪميٽيءَ جو هڪ به اميدوار ڪامياب نه ٿيو.

ٻيو ڀيرو ڪامريڊ سوڀو، 1988ع ۾ چونڊ وڙهيو. ان وقت به هندن ۽ مسلمانن جا الڳ ووٽ هئا. سندس خيال هو ته هو اسيمبليءَ ۾ پهچي، هندن ۽ مسلمانن جي گڏيل ووٽن وارو ڪيس سٺي نموني وڙهي سگهي ٿو. ڪامريڊ سوڀي گيانچنداڻيءَ جو لک پتي ڀڳوان داس چاولا سان مقابلو هو. سوڀي کي تمام گهڻا ووٽ مليا. هو 13000 ووٽ کڻي چوٿين نمبر تي آيو هو ۽ سندس مقابلي ۾ ڀڳوان داس چاولا 8000 ووٽ کڻي ڇهين نمبر تي آيو هو. سوڀي جي ڪاميابيءَ جو پي. ٽي. ويءَ تان اعلان ٿي چڪو هو ۽ نوازشريف توڙي بينظير ڀٽو کيس مبارڪون پڻ ڏنيون هيون ۽ کيس پنهنجي پنهنجي پارٽيءَ ۾ شامل ٿيڻ لاءِ چيو، پر سوڀي انڪار ڪيو هو. ٻئي طرف ڀڳوان داس چاولا سپريم ڪورٽ ۾ رٽ داخل ڪئي ۽ سپريم ڪورٽ جي جج سيد سجاد علي شاهه جي فيصلي تي 'شفاف اليڪشن ڪميشن' ٻيهر ووٽ ڳڻايا. سوڀو هارائي ويو ۽ ڀڳوان داس چاولا ڪامياب ٿي ويو!

ٽيون ڀيرو سوڀو گيانچنداڻي، 1990ع جي چونڊن ۾ بيٺو. پر ان دور تائين ڪميونسٽ پارٽيءَ ۾ ڌار پئجي چڪا هئا. پوءِ به هن ڇهين نمبر تي ووٽ کنيا، پر ڪاميابي ماڻي نه سگهيو.

سوڀي جي زندگيءَ تي ادبي حوالي سان سڀ کان وڌيڪ رابندرناٿ ٽئگور جو ۽ سياسي حوالي سان پنالال داس گپتا جو اثر هو.

ڪامريڊ سوڀو ڇهه ڀيرا جيل ۾ ويو. پهريون ڀيرو جنوري 1942ع ۾ ادائي سال ڪئٽ انڊيا تحريڪ دوران قيد رهيو. ٻيو ڀيرو 1946ع ۾ نيويءَ جي بغاوت دوران ست ڏينهن جيل ۾ رهيو. ٽيون ڀيرو پاڪستان ٺهڻ کانپوءِ پاڪستان ڊفينس رولس (DPR) هيٺ کيس گرفتار ڪري ڪراچيءَ ۽ حيدرآباد جي جيلن ۾ رکيو ويو. 1952ع ۾ ڪورٽ کيس هلائي 'Sobho Giyanchandi vs Crown' تحت فتويٰ ڏني ۽ مارچ 1952ع ۾ سوڀو آزاد ٿيو ۽ سندس قيد کي غير قانوني قرار ڏنو ويو.

چوٿون ڀيرو 1954ع ۾ جڏهن ڪميونسٽ پارٽيءَ کي غير قانوني قرار ڏئي بندش وڌي وئي ته 12 جولاءِ 1954ع تي سوڀي کي به گرفتار ڪيو ويو. هن ڀيري ساڻس جيل ۾ جي. ايم. سيد، عبدالستار شيخ، محمد حسين عطا ۽ ظفرالله پوشني گڏ رهيا. مارچ 1955ع ۾ جيل کان ٻاهر نڪتو. پنجون ڀيرو جڏهن جنرل ايوب خان فوجي راڄ قائم ڪيو ۽ ملڪ ۾ مارشل لا لاڳو ڪئي ته سائين جي. ايم. سيد کي سن ۾ نظربند ڪيو ويو ۽ سوڀي گيانچنداڻيءَ کي 12 آڪٽوبر 1958ع تي ڳوٺ مان گرفتار ڪري حيدرآباد جيل ۾ رکيو ويو. هو ٽي مهينا شاهي قلعي لاهور ۾ به رهيو. شاهي قلعي مان کيس لاهور جي سينٽرل جيل ۾ رکيو ويو. 28 مئي 1959ع تي ساڻس لاهور هاءِ ڪورٽ ۾ 90 ڪلاڪن جي ڊگهي پڇا ڳاڇا ٿي. ڪورٽ ۾ 'Sobho vs State' هيٺ ڪيس هليو. جنهن مان کيس آزادي ملي، جنهن کانپوءِ کيس ڳوٺ وڃڻ ڏنو ويو. جتي کيس پنجن سالن تائين نظربند رکيو ويو. ڇهون ڀيرو 1965ع ۾ جڏهن هند و پاڪ ۾ جنگ لڳي ته ڪامريڊ سوڀي کي ڊفينس آف پاڪستان رولز هيٺ گرفتار ڪيو ويو. هن ڀيري 3- 4 مهينا جيل ۾ رهيو. جيل ۾ ساڻس بلوچ اڳواڻ نوروز خان ۽ سنڌ جو قومي شاعر شيخ اياز گڏ هئا. هو جيترا ڀيرا به جيل ۾ ويو، بيڏوهي ثابت ٿيو ۽ هڪ ڀيرو به مٿس ڪيس نه هليو. سندس قيد واري زندگيءَ جو عرصو 8 سال ۽ مهينا 18 ڏينهن ٿئي ٿو.

سوڀي جي جيل واري عرصي جا ٻه واقعا تاريخي آهن ۽ جيڪي تاريخ جي رڪارڊ ۾ درج ڪرڻ لاءِ هيٺ ڏجن ٿا:

(1) سوڀي جي امڙ، سندس هر جدوجهد ۾ ساٿياڻي رهي ۽ کيس همٿائيندي رهي. جڏهن هو جيل ۾ هوندو هو، تڏهن هوءَ ملاقات لاءِ ويجي کيس حوصلو بخشيندي هئي. هڪ دفعي، پنهنجي ماءُ جي جيل- ملاقات جو واقعو ٻڌائيندي، سوڀي چيو: "بابو ته روئي ويهندو هو، اُن ڪري جيل تي ملاقات لاءِ نه ايندو هو امڙ جيل تي آئي ۽ چيائين: "ڇا مان تو کي ان ڪري ڄڻيو آهي ته تون رڳو جيل ڪاٽيندو رهين؟" مان کِلي چيومانس: "امان! ڇو ن ٿا ته معافي وٺ ته تو کي ڇڏي ڏيون." چيائين: "ٿڃ نه بخشينديسانءِ، جي معافي ورتي اٿئي!"

(2) ٻيو ڀيرو هڪ اردودان جج کيس چيو ته "تون هندو آهين، هندستان هليو وڃ." سوڀي کيس تڙ تڪ جواب ڏنو ته، "آءُ هن سرزمين جو ڄائو آهيان، تون ٻاهران آيو آهين. مون کان ڀاڙو وٺ ۽ هندستان موٽي وڃ!"

سوڀي ڪيترو عرصو روپوش رهي به جدوجهد ڪئي، جنهن ۾ 9 آگسٽ 1942ع کان 5 جنوري 1943ع واري عرصي کان سواءِ هو ذوالفقار علي ڀٽي جي دور ۾ پڻ ڪجهه عرصي لاءِ روپوش ٿي بلوچستان ۾ بلوچ دوستن وٽ وڃي رهيو. بعد ۾ انهن دوستن ڀٽي جون غلط فهميون دُور ڪري، سوڀي جي ساڻس ملاقات ڪرائي ۽ مٿانئس سرڪاري عتاب هٽيو ان ئي زماني ۾ سوڀو ان راءِ جو هو ته ملڪ ۽ عوام جي بهتريءَ لاءِ نيشنل عوامي پارٽي ۽ پيپلز پارٽيءَ جهڙين سيڪيولر ۽

جمهوري پارٽين جي وچ ۾ اتحاد ٺهڻ گهرجي، پر حالتون ان حد تائين وڃي پهتيون هيون، جو ٻنهي ڌرين اها ڳالهه مڃڻ لاءِ تيار نه هيون.

سوڀي گيانچنداڻيءَ جا سنڌ ۾ سائين جي. ايم. سيد، حيدر بخش جتوئي، محمد ابراهيم جويو، شيخ اياز، قاضي فيض محمد، ڪامريڊ غلام محمد لغاري، تنوير عباسي، جمال نقوي، امام علي نازش، نورالدين سرڪي، جام ساقي، ڪامريڊ مير محمد ٽالپر، تاج محمد ابڙي سان؛ بلوچستان ۾ عطاءُالله خان مينگل، خير بخش خان مري، غوث بخش بزنجي، شاعر گل خان نصير ۽ عطا شاد سان؛ پختونخوا جي خان عبدالغفار خان، خان عبدالولي خان ۽ اجمل خٽڪ سان؛ بنگال جي عبدالحميد ڀاشاني ۽ پنجاب جي ڪيترن پنجابي انقلابين سان تمام ويجها واسطا رهيا.

ڪامريڊ سوڀو گيانچنداڻي ملڪ جو بهترين وڪيل به رهيو. هن شاگرديءَ واري زماني کان پوءِ 1970ع ۾ لا ڪاليج لاڙڪاڻي مان قانون جي ڊگري ايل. ايل. بي پاس ڪئي. ڪجهه عرصو ساڱهڙ ڪاليج ۾ استاد ۽ ڪجهه عرصو پرنسپال رهيو. جنهن کانپوءِ سول، سيشن ۽ هاءِ ڪورٽ جي وڪيل جي حيثيت ۾ ڪيس ڪٽي پنهنجي ۽ پنهنجي گهر جي ڪفالت ڪندو رهيو. هن وقت هو وڪالت تان رٽائر آهي، پر سندس نياڻي ڪلپنا ديوي سنڌ جي ناميارِي وڪيل آهي. سندس پٽ ڪنهيالال، ڊاڪٽر هو. سندس گردن جي بيماريءَ ۾ بيوقتي وڇوڙي، وڏي ڀاءُ ڪيولرام، ننڍي ڀاءُ کوبچند، گهرواري ليلان جي وڇوڙن، ڀاڄاين ۽ ڀينرن سميت وڏي نياڻي ڀاڳيءَ جي جدائيءَ جي وڇوڙن، ڪامريڊ کي جسماني طور ڪمزور ڪري وڌو آهي. هو چوندو آهي ته ڪيس جيل ۽ ريل ڪڏهن به نه جهڪايو، پر قريبي ناتن جي وڇوڙن، خاص ڪري پياري ۽ جينئس پٽ ڊاڪٽر ڪنئيي جي لاڏاڻي چيلهه ڇٻي ڪري وڌي آهي. هن پٽ جي علاج تي 10 لک روپيا خرچ ڪيا، ان لاءِ ڪيس پنهنجي 'ساهه کان پياري لائبرري' به وڪڻي پئي، جيڪا اڄ "سر شاهنواز ڀٽو لائبرري، لاڙڪاڻي" جو حصو آهي.

سوڀو، جي. ايم. سيد، ڪيرت ٻاٻاڻي، گوبند مالهي، ڪرشن کٽواڻي، اندر ڪمار گجرال، ڪامريڊ حيدربخش جتوئي، قاضي فيض محمد، پنالال داس گپتا، ڊانگي، جمال الدين بخاري ۽ ٻين ڪيترن اڙن سياستدانن ۽ انقلابين جو ساٿي، اڄ به پهاڙ وانگر پنهنجن ارادن تي اٽل ۽ مضبوط آهي. جڏهن 1947ع ۾ ورهاڱو ٿيو هو ۽ سنڌ جا هندو حالتن کان مجبور ٿي هندستان لڏي ويا پئي ته هن سنڌ نه ڇڏي هئي ۽ اڄ به هو سنڌ ماءُ جي خدمت ۾ مصروف آهي. سندس قلم ۽ زبان، سنڌ جو ورد ڪندا رهن ٿا. هو چوندو آهي ته: "منهنجي لاءِ منهنجي سنڌ ۽ امڙ هڪئي هم معنيٰ آهن. اڄ به مان پنهنجي امڙ سنڌ جي ٿڃ پي جوان آهيان." (حوالو: موهن جو ماڻهو ص: 82)

سوڀو گيانچنداڻي، هڪ اديب جي حيثيت ۾ سنڌي ادبي سنگت سان ورهاڱي کان اڳ به سلهاڙيل هو ۽ اڄ 2013ع تائين ان جو اعزازي ميمبر آهي. سنگت سان ناتي تي کيس هميشه فخر رهيو آهي. ڪامريڊ جو مطالعو حد کان وڌيڪ وسيع آهي. اڄ به بيماريءَ جي بستري تي ڪتاب سندس ساٿي آهن. هو هڪ ئي وقت ڪهاڻيڪار، مضمون نگار ۽ ڪالم نگار رهيو آهي. سنڌي ته سندس مادري زبان آهي، پر انگريزيءَ تي به کيس مڪمل عبور آهي، هندي، اردو ۽ بنگالي زبانون ڄاڻي ٿو ۽ فارسي ۽ عربيءَ جو پڻ سمجهه جي حد تائين اڀياسي آهي.

سوڀو هڪ پُختو ۽ بيباڪ ليکڪ آهي، هن وٽ ادب، زندگيءَ جو ترجمان آهي. سوڀي 1944ع ۾ جيل کان ٻاهر اچڻ کانپوءِ همعصر اديبن سان گڏجي 'ڪهاڻيون' لکيون هيون. هن 'فرينچ رووليوشن' ۽ 'ڪميونسٽ مينيفيسٽو' جا سنڌيءَ ۾ ترجما ڪيا هئا. 1957-1958ع ۾ جي. ايم. سيد جي اخبار 'نئين سنڌ' جو ايڊيٽر رهيو. 1990ع کان عوامي آواز وغيره ۾ ڪالم لکڻ شروع ڪيائين. ڪيترا سوانحي خاڪا لکيائين. ماهوار 'سوجهري' ۾ 'آتم ڪٿا' قسطوار ڇپائيندو رهيو. هڪ ڊرامو 'نيپولين جو موت' به لکيائين ۽ ڪجهه شاعري به ڪيائين.

سندس ڇپيل ڪتابن جو وچور هن ريت آهي:

(1) ڪڏهن بهار ايندو (ڪهاڻيون: 1993ع)،

(2) تاريخ جا وساريل ورق (ڪالم: 1992ع)،

(3) تاريخ ڳالهائي ٿي (ڪالم، مضمون: 1994ع)،

(4) وڏي وٽ هئام (ڪالم، خاڪا: 1997ع)،

(5) سوڀي جون تحريرون (هن ڪتاب ۾ سندس مٿيان چار ڪتاب شامل آهن: 2010ع)،

(6) روشنيءَ جي پنڌ ۾ (آتم ڪٿا: 2013ع).

سوڀي گيانچنداڻيءَ بابت مختلف ليکڪن ڪتاب لکيا آهن، جن ۾:

(1) ڊاڪٽر شاهه محمد مريءَ جو ڪتاب 'موهن جو دڙو ڪا جوڳي' (پهريون ڇاپو: 1996ع ۾، ٻيو وڌايل ۽ سڌاريل ڇاپو: 2010ع ۾).

(2) سوڀو گيانچنداني: شخصيت اور فن (سيد مظهر جميل: 2006ع).

(3) مهين جو ماڻهو (انور ڈنگڑائي: 2006ع) - اچي وڃن ٿا.

ان کان سواءِ ٻه ماهي رچنا آديپور، ماهوار سوجهرو، ڪراچي ۽ سنڌ جي ٻين ڪيترن رسالن ۽ اخبارن، خاص ڪري روزاني عوامي آواز ڪراچيءَ ۾ سوڀي جي جنم ڏينهن جي حوالي سان ڪيترا خاص نمبر شايع ٿي چڪا آهن.

نامور بلوچ اديب ۽ سياسي ڪارڪن، شاهه محمد مري، سوڀي لاءِ لکي ٿو ته، "سوڀو انگريز سامراج خلاف آزاديءَ جي جنگ جي مجاهدن ۾ شامل رهيو. آزاديءَ کانپوءِ پاڪستان ۾ مارشل لائي آمريتن جي خلاف هن لکين جمهوريت پسند ڪميونسٽن سان ڪلهو ڪلهي ۾ ملائي جدوجهد ڪئي. هو امن، سچائي ۽ ڀائيچاري جو پيامبر آهي. اوهان کيس نظريات جو ماڻهو چئو يا ڪردار جو ماڻهو چئو، هُو هڪ وڏو انسان آهي! (حوالو: موهن جو دڙو ڪا جوڳي: ص: 30)

شيخ اياز به لکيو آهي ته: "سوڀو اسان جو لال قلندر آهي، جنهن جي مرڻ کانپوءِ سندس سماڌيءَ تي ميلا لڳندا."

**سوچ جو سفر** (ڪتاب): هي ڪتاب ناميارِي اديب انعام شيخ جو، يورپ/ مغرب جي ڏاهن، سورمن ۽ ڪلاڪارن جي ڏاهپ، سورهيائي ۽ ڪلا جي روشنيءَ ۾، سندن سوانحي خاڪن تي مشتمل آهي. مغرب ۾ فڪر ۽ ڏاهپ جي اوسر ۾ جن وڏين شخصيتن جو حصو آهي، تن مان اڪثر جو هن ڪتاب ۾ تذڪرو موجود آهي. انهن شخصيتن مان: جون آف آرڪ، مارٽن لوٿر ڪنگ، سر فرانس نڪولس بيڪن، ڊيڪارٽ، جان لاڪ، اسپنوزا، جارج بشپ برڪلي، والٽيئر، روسو، ڪانٽ، شوپنهار، شيلي، ڪارل مارڪس، رچرڊ برٽن، فيودر، دوستو وسڪي، فريڊڪ نٽشي، لينن، سمرسيٽ ماهم، آئنسٽائن، ٽرانسڪي، جبران خليل، ڪافڪا، ماياڪووسڪي، جين پال سارتر، گارشيا مارڪئيز چي گويرا وغيره جو ذڪر آهي. نور احمد ميمڻ (چيئرمئن سنڌيڪا اڪيڊمي) جي پبلشر نوٽ ڪان پوءِ نامور نقاد سراج جا ٻه اکر آهن، جنهن ۾ هو لکي ٿو ته: ”ترجمو هڪ ڏکيو فن آهي ... انعام شيخ، تُز ۽ ديانت پريو ترجمو اُن لاءِ ڪري سگهيو آهي، جو هن وٽ فلسفي ۽ ادب جي بنيادي ڄاڻ به آهي. هن جيڪي به ترجما ڪيا آهن، تن جي اڳيان ڏنل مختصر مهاڳن مان ئي ان لياقت ۽ صلاحيت جو اندازو ٿي وڃي ٿو.“




هن ڪتاب جو انتساب ليکڪ پنهنجن وڏن جي نالي هينئنءَ ريت ڪيو آهي: ”پنهنجن انهن وڏڙن جي نالي، جن هڪ صدي اڳ، پنهنجو ويساهه مٽائي، ساهه ڪي سنڌ جي سرزمين سان سلهاڙي رکيو ۽ مون ڪي ڀارت جي شرنارٿي ڪٽنب جو واسي بڻجڻ ڪان بچائي ورتو.“

ڪتاب جي آخر ۾ ڏسٽي (Index) به ڏنل آهي. ڊيمي سائيز جي 504 صفحن تي مشتمل هن ڪتاب جو سنڌيڪا اڪيڊمي ڪراچيءَ، پهريون ڇاپو 1996ع ۾، ۽ ٻيو ڇاپو 1997ع ۾ پڌرو ڪيو آهي ۽ ان جي قيمت 200 روپيا آهي.

**سوچ ڪي لوچ** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب سنڌ جي ناليواري شاعر ذوالفقار راشديءَ جي شاعريءَ جو ڪتاب آهي، جنهن ۾ غزل، گيت، نظم، آزاد نظم، قطعا ۽ دوها شامل آهن. اداري پاران زيب سنڌيءَ جون ڳالهيون جي سري هيٺ نوٽ ڏنو ويو آهي. جڏهن ته هن ڪتاب جو مهاڳ خود ليکڪ ’ذهن جي زبان سان‘ لکيو آهي. هيءُ ڪتاب ’منور‘ جي نالي ارپيو ويو آهي: ’جيڪو نالو ڳپل ڏهاڙن تائين ذوالفقار راشديءَ جي شاعريءَ لاءِ اتساهه جو ڪارڻ بڻيو رهيو‘ ڪتاب جي آخر ۾ پل نامو ڏنو ويو آهي. هيءُ




ڪتاب جديد سنڌي شاعريءَ جو هڪ اهم ڪتاب آهي. ڊيمي سائيز جي 226 صفحن تي مشتمل هي ڪتاب سگهند پبليڪيشن، لاڙڪاڻي، اپريل 1982ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو جنهن جي قيمت 20 روپيا آهي. هن ڪتاب جو ٽائيٽل نامور آرٽسٽ فتاح هاليپوٽي ٺاهيو آهي.

**سوچون سُرها گل** (ڪتاب): هي ڪتاب سنڌي ٻوليءَ جي ٻن ناميارن اديبن ۽ شاعرن اياز گل ۽ تاج جويي جي شاعريءَ جو گڏيل ڪتاب آهي. هيءُ ڪتاب ٻن حصن ۾ ورهايل آهي، پهرئين حصي ۾ اياز گل جا نظم، گيت، آزاد نظم، غزل، دوها، ترائيل، ٽيڙو ۽ بيت شامل آهن، جنهن جو مهاڳ ’نوان پلٽيل سڪا‘ جي عنوان سان تنوير عباسيءَ جو لکيل آهي، جڏهن ته ٻيو حصو تاج جويي جي شاعريءَ، بيتن، وائين، دوهن، گيتن، غزلن، نظمن، آزاد نظمن، رينگن ۽ چتارن تي مشتمل آهي، جنهن جو پيش لفظ (مهاڳ) شمشيرالحيدري، ’وڃ- وراڪا سوچ‘ جي عنوان سان لکيو آهي. هن ڪتاب ۾ اياز گل ۽ تاج جويي جي ابتدائي شاعري به شامل آهي.




اياز گل جي شاعريءَ بابت تنوير عباسيءَ لکيو آهي ته: ”اياز گل وٽ نظم، غزل، آزاد نظم، ترائيل، دوها، بيت، ٽيڙو سڀ آهن، پر گهڻن نظمن ۽ آزاد نظمن ۾ روايتي انقلاب پسندي مٿس غالب اچي وئي آهي.“

ساڳيءَ ريت تاج جويي جي شاعريءَ جي حوالي سان ناليواري اديب شمشيرالحيدريءَ پنهنجي مهاڳ ۾ لکيو آهي ته: ”تاج جويي جي ذهني ماحول واري دنيا اها ئي آهي، جيڪا لطيف جي ’مليرُ‘ واري دنيا آهي. تاج، نئين ٽهيءَ جي انهن شاعرن ۾ گهڻو اهم آهي، جيڪي ماضيءَ جي بي انصافين تي برهم آهن، جن ڪي حال جي حالتن تي بي اطميناني آهي ۽ جن وٽ مستقبل لاءِ جدوجهد جو پيغام آهي.“

هن ڪتاب جو پهريون ڇاپو 1978ع ۾ سنڌ اشاعت گهر، سڪرنڊ شايع ڪيو هو. بئڪ ٽائيٽل تي اياز گل ۽ تاج جويي جي تصويرن سان گڏ سندن مختصر تعارف ڏنل آهي. ڪچي جلد سان، ڊيمي سائيز جو هيءُ ڪتاب 83 صفحن تي مشتمل آهي ۽ ڪتاب جو مُلهه 5 روپيا آهي.

**سوچي** (ذات): سوچي، چمڙي جو ڪم ڪندڙ موچي آهن، جيڪي تيار ٿيل چمڙي مان عام ضرورت جون شيون ٺاهيندا آهن. بظاهر موچيءَ ۽ سوچيءَ ۾ فرق نه آهي، جو ٻنهي جي ڪِرت ساڳي آهي. ’انسائيڪلوپيڊيا آف ٽرائيبس اينڊ ڪاسٽس‘ موجب موچي ۽ سوچيءَ ۾ فرق نه ڏنو ويو آهي، پر هندستان ۾ اهي چمارن ڪان مختلف آهن. چمار جانور جي جسم تان کل يا چوڙي لاهڻ جو ڪم ڪندا آهن. هي مسلمان به آهن ته هندو به. اڳي چمڙي رڱڻ جو ڪم مينگهواڙ به ڪندا هئا. سوچي رڱيل چمڙي مان مصنوعات ناهڻ جا ڪاريگر آهن، پر پاڻ چمڙو

نہ رنگيندا آهن. ذاتين جي انسائيڪلوپيڊيا موجب سوچي سنڌ جي هندو موچين جي هڪ ذات آهي، جيڪي اڪثر موچڪو ڌنڌو ڪندا آهن. (وڌيڪ ڏسو: موچي، اينڊڙ جلد).

**سودهؓ**: اُم المومنين سودهؓ، حضرت محمد ﷺ جي ٻي گهرواري هئي. هيءَ بيبي حضرت خديجهؓ جي وفات کانپوءِ نبي ڪريم ﷺ جي نڪاح ۾ آئي. بيبي سوده بنت زمعہ جو نسبي تعلق 'عامر بن لوي' سان ملي ٿو عامر، ڪعب جو پاءُ هو. ڪعب بن لوي نبي ڪريم ﷺ جي 'جد اعليٰ' خاندان جو وڏو هو. بيبي سوده پهرين السڪران بن عمرو جي گهر واري هئي، نبي ڪريم ﷺ جي نبوت جي اعلان کانپوءِ انهن ٻنهي اسلام قبوليو ۽ اسلام قبولڻ کانپوءِ السڪران پهرين حبش ۽ پوءِ مڪي ڏانهن هجرت ڪئي، مڪي ۾ ئي سندس وفات ٿي. بيبي خديجهؓ جي وفات کانپوءِ اولاد جي سار سنڀال لاءِ حضرت خولہ بنت حڪيمؓ حضور اڪرم ﷺ کي حضرت سودهؓ بنت زمعہ سان نڪاح ڪرڻ جو مشورو ڏنو. سندس مشوري تي نبي ڪريم ﷺ نبوت جي ڏهين سال ئي بيبي سودهؓ سان نڪاح ڪيو. بيبي سوده تقريباً 12 سال نبي ڪريم ﷺ سان گڏ رهي ۽ نبي ڪريم ﷺ جي وصال کانپوءِ بہ 12 سال زنده رهي. ڪيس پهرئين مڙس مان هڪ فرزند 'عبدالرحمان هو، جنهن جنگ 'جلولاءَ' ۾ شهادت ماڻي. هن کي نبي ڪريم ﷺ مان ڪو اولاد نہ هو. روايتن مطابق بيبي سوده ٻين جي مدد ڪرڻ کي فرض سمجهندي هئي. هڪ ڀيري حضرت عمرؓ بيبي سوده لاءِ 'درهمن' جي ٿيلهي موڪلي، پر پاڻ اُهي حاجتمندن ۾ ورهائي ڇڏيائين *(ابن سعد)*. ان کانسواءِ بيبي صاحبہ حاجين جي لاءِ احرام جو ڪپڙو تيار ڪندي هئي ۽ ان مان حاصل ٿيندڙ آمدنيءَ کي غريبن ۾ خرچ ڪندي هئي. بيبي سودهؓ جي باري ۾ بيبي عائشهؓ جو چوڻ آهي تہ هن جي جسم ۾ ڄڻ تہ منهنجو روح آهي *(ابن سعد)*. بيبي سودهؓ 54هہ/ 673ع ۾ وفات ڪئي. (حوالو: شاهڪار اسلامي انسائيڪلوپيڊيا)

**سوديشي** (هفتيوار اخبار): ناڪرداس گولي مل جي ادارت ۾ شايع ٿيندڙ هيءَ اخبار 13 آڪٽوبر 1933ع کان 'امر پريس' سکر مان ڇپجي منظرعام تي آئي هئي. سماجي ۽ ڌرمي خبرن لاءِ وقف ٿيل 'سوديشي' رڳو هڪ سال شايع ٿي، جنهن کانپوءِ بند ٿي وئي. ان کانپوءِ ناڪرداس هفتيوار ڪانگريس 1938ع ڌاري جاري ڪئي.

**سوڊا** (Sodium Carbonate/ Washing Soda): هيءَ ڪپڙن ڌوئڻ جي ڪار، اصل ۾ سوڊيم لوڻ (Sodium Salt) جو ڪاربونڪ تيزاب (Carbonic Acid) آهي. هي پائوڊر جهڙي لوڻ جو قسم آهي. ڪار ڪيترن ٻوٽن کي ساڙڻ سان بہ حاصل ٿيندي آهي.

سنڌ ۾ خاص ڪري لاٽيءَ جي ٻوٽي کي ساڙي ان مان ڪار حاصل ڪئي ويندي آهي، جنهن کي سنڌيءَ ۾ ڪاري ڪار چئبو آهي. ڪار وڏي تعداد ۾ سوڊيم ڪلورائيڊ مان حاصل ٿيندي آهي. سوڊا ڪار، اڪثر ڪاري ٿيندي آهي، جڏهن تہ مني سوڊا (Sodium Hydroxide) مٺن ڪاٺن وغيره ۾ استعمال ٿيندي آهي.

ٺٽي ضلعي جي جاتي تعلقي ۾ اهڙيون ڪيترون ڍنڍون ملن ٿيون، جن جي پاڻيءَ سُڪڻ کانپوءِ سوڊا ڪار حاصل ڪئي ويندي آهي.




سوڊا ڪار روزمره جو وڪر آهي، جيڪا ڪپڙن کي صاف ڪرڻ کانسواءِ ٻين ڪمن ۾ بہ استعمال ٿيندي آهي. ان کانسواءِ پيٽ جي سور لاءِ ڪم ايندڙ هڪ تيز پاڻيءَ (Irritated water) جو هڪ قسم بہ سوڊا سڏبو آهي، جنهن کي 'سوڊا واٽر' چوندا آهن.

**سوڊان** (Sudan): سوڊان ملڪ جو پراڻو نالو نوبيا (Nubia) آهي. سوڊان جي لفظي معنيٰ آهي 'ڪارن ماڻهن جي ڌرتي' يا 'حبشين جو وطن'. اتي جيئن تہ اڪثريت ڪاري رنگ جي ماڻهن جي رهي ٿي، ان ڪري ان ملڪ تي اهو نالو پيو. هن ملڪ جي پکيڙ 2901729 چورس ڪلوميٽر (967243 چورس ميل) آهي، جڏهن تہ هتان جي آبادي




30,894,000 آهي. هن ملڪ جي آزاديءَ جو ڏهاڙو پهرين جنوري 1956ع آهي. هن ملڪ کي گڏيل قومن جي اداري (U.N.O) جي ميمبرشپ 12 نومبر 1956ع تي ملي. موجوده سوڊان جي گاديءَ جو هنڌ خرطوم (Khartum) آهي، جتي جي آدمشماري 6 کان 7 ملين آهي. هتان جو سِڪو دينار آهي. هن جي انتظامي ورهاست 9 رياستن ۾ ٿيل آهي. سوڊان جي آدم شماري 70 سيڪڙو عرب آهن، جيڪي اڪثر مسلمان

آهن. جڏهن ته ٻين نسلي گروپن ۾ نوبيائي (Nubians)، ڪاپٽس (Copts) ۽ بيجا (Beja) آهن. سوڊان جي 1993ع ۾ آدم شماري اندازاً 25 ملين ڄاڻائي وئي، جو گهرو ويڙهه (Civil War) سبب ان جو صحيح ڪاٿو لڳائي نه پيو سگهجي. سوڊان جي اتر سوڊان سميت اقوام متحده جي تخميني موجب آدمشماري 37 کان 45 ملين هئي. جولاءِ 2011ع ۾ اتر سوڊان جي ڌار ٿيڻ کانپوءِ هن وقت سوڊان جي آدمشماري 30 ملين کان مٿي آهي، ان ۾ اصلي سوڊاني ۽ ٻاهران اچي آباد ٿيل شامل آهن. هتان جي سرڪاري ٻولي سوڊاني عربي آهي، جڏهن ته هتي انگريزي، ڊينڪا، نوبين، بيجا ۽ نوئر ٻولين به ڳالهايون وڃن ٿيون. سوڊان جي وڏن شهرن ۾ ام درمان اتر خرطوم، پورٽ سوڊان، واد ميداني، ڪسالا



سوڊاني نسل جا ماڻهو

الحبيد، جوبا، عطبرا، دونگولا ۽ وادي حلفا شامل آهن. هتان جو سڀ کان مٿانهون هنڌ ڪنياتي (Kinyeti) (بلندي 3187 ميٽر) آهي. سوڊان اسلامي دنيا ۽ آفريقا کنڊ جو سڀ کان وڏو ملڪ آهي، جيڪو آفريقا جي ڪل ايراضيءَ جو 8 سيڪڙو آهي. هن جي اتر کان ڏکڻ طرف ڊيگهه 2250 ڪلوميٽر (1400 ميل) ۽ اوڀر کان اولهه طرف ويڪر 1850 ڪلوميٽر (1150 ميل) آهي. سوڊان جو وچون علائقو هيٺانهون آهي، جنهن مان لنگهي نيل درياهه اتر پاسي وهندو آهي. انهيءَ هيٺانهين علائقي جي ٻنهي پاسي وڏا جابلو سلسلا آهن. ڏکڻ وارن علائقن ۽ جبلن ۾ خوبصورت قدرتي نظارا آهن، جڏهن ته اترين علائقي ۾ واريءَ جا دڙا، پٿراوان سڃا ميدان ۽ لبيا جو رڻ پٽ آهي. اوڀر ۾ جابلو نوبيا رڻ آهي، جنهن جي وچ ۾ سوڙهي وادي آهي. مرڪزي علائقا وڏن وڏن زرخيز برساتي وارن ميدانن تي مشتمل آهن. نيل درياهه، سوڊان ۾ اتر کان ڏکڻ طرف وهندو آهي ۽ ملڪ کي ٻن حصن ۾ ورهائي ٿو ڪناري جي ڊيگهه 644 ڪلوميٽر (400 ميل) آهي. گرم پٽيءَ ۾ هئڻ ڪري هن جي موسم ڏکڻ ۾ گرم گهميل ۽ اتر ۾ گرم خشڪ آهي. هتي برساتون گهٽيون پونديون آهن. سوڊان جي مکيه زرعي پيداوار ۾: ڪنئور، ڪپهه، ڪساوا، سورگم، تر مگيرا، پٽاٽا، چانور، ڪافي، ڪمند، ڪيلا، ڪجور، ڪٽڪ، مڪئي، ٻاجهري ۽ ٻج وغيره شامل آهن. هتان جي مکيه صنعتن ۾ ٽيڪسٽائيل، فوڊ پروسيسنگ، سگريٽ، دوائون، ماچيس، پانا، سيمينٽ، صابڻ، چمڙو ڪيميائي شيون ۽ چينيءَ جا ٿانو تيار ٿين ٿا. مکيه معدنيات ۾: ڪروميم، ٽامو، مينگانيز، جپسم، سون، چاندي، لوڻ، تيزاب، سنگ مرمر چن ۽ ڪوئلو شامل آهن. هتي 13 هوائي اڏا آهن. هتي پورٽ سوڊان وڏو بندر آهي. سوڊان هڪ آزاد ۽ خودمختيار اسلامي ملڪ آهي، جتي صدارتي طرز جي حڪومت قائم آهي. صدر رياست جو مملڪتي اڳواڻ (هيڊ آف اسٽيٽ)، حڪومت جو اڳواڻ، هٿياربند فوج جو سپريم ڪمانڊر ۽ سيني انتظامي اختيارن جو مالڪ آهي. صدر سڌو سنئون عوامي ووٽن وسيلي پنجن سالن لاءِ چونڊبو آهي، جنهن جي مدد به نائب صدر ڪندا آهن، جن جي مقرري صدر پاڻ ڪندو آهي. ڪابينا جي چونڊ به صدر پاڻ ڪندو آهي. هن وقت سوڊان جو صدر عمر البشر (Omar al-Bashir)، جڏهن ته نائب صدر علي عثمان طاها (Ali Osman Taha) آهي. هتي سيئي قانون اسلامي شريعت تي ٻڌل آهن. قانونسازيءَ جو اختيار 225 ميمبرن تي ٻڌل قومي اسيمبليءَ کي حاصل آهي، جنهن جا ميمبر عوام جي ووٽن سان چونڊيا ويندا آهن.

**سوڊان جي سونهن** (عرف مجاهد مصر): اسيءَ واري ڏهاڪي ڌاري، سوڊان ۾ سيد جمال الدين افغانيءَ جي شاگرد محمد احمد مصريءَ جي سوڊان تي قابض برطانوي ۽ مصري حڪومتن خلاف بغاوت ۽ انهن خلاف جنگين جي نتيجي ۾ سوڊان جي وڏي حصي (خرطوم ۽ آسپاس وارن علائقن) ۾ 'مهدويه تحريڪ' جي حوالي سان قائم اسلامي حڪومت جي پسمنظر ۾ محمد عثمان ڏيپلائيءَ هي ناول لکيو هو. جيڪو ڪرائون سائيز جي 144 صفحن تي مشتمل ماهوار عبرت سلسلي جو 17هون ناول هو. جنهن جو پهريون ڇاپو 1943ع ڌاري، ٻيو ايڊيشن 1946ع ۾، ٽيون ايڊيشن 1948ع ڌاري شايع ٿيو. ان ڪتاب جي قيمت هڪ روپيو آنا هئي. هي ڪتاب اسلاميه پرنٽنگ پريس ۾ ڇپيو ۽ اسلاميه دارالاشاعت حيدرآباد شايع ڪيو. هن ناول جي خصوصيت اها آهي ته ان جو 1951ع ۾ اردو ترجمو، مولانا محمد حفيظ الرحمان ڪيو ۽ عزيز المطابع بهاولپور مان ڇپائي پڌرو ڪيو. اڄ 'سوڊان جي سونهن' ڪتاب ناياب ٿي ويو آهي.



**سوڊيم** (Sodium): سوڊيم، الڪلي ڌاتن مان سڀ کان وڌيڪ اهم ڌاتو آهي. زمين جو 2.5 سيڪڙو حصو سوڊيم جي آئنن (Ions) جو ٺهيل آهي. ان جي مرڪبن جي گهڻائي جيئن ڪلورائيڊ، ڪاربونيٽ ۽ هائڊرو آڪسائيڊ نه رڳو روزمره جي زندگيءَ ۾، پر تجارتي پيماني تي به استعمال ٿئي ٿي. سوڊيم جيئن ته تيز عامل ڌاتو آهي، تنهنڪري قدرتي طور آزاد حالتن ۾ نه ٿو ملي، پر مرڪبن جي شڪل ۾ تمام گهڻو ملي ٿو سوڊيم زمين جي انهن عنصرن مان هڪ آهي، جيڪي تمام گهڻي مقدار ۾ ملن ٿا، انهن کي 'الڪلي ڌاتو' سڏبو آهي. دنيا جي ڪيترن ئي علائقن ۾ سوڊيم ڪلورائيڊ (واهپي جي عام لوڻ) جون کاڻيون ملن ٿيون. پاڪستان ۾ پنجاب جي اتر ۾ کيوڙا جون لوڻ جون کاڻيون مشهور

آهن. سامونڊي پاڻيءَ ۾ 2.6 سيڪڙو کان 2.9 سيڪڙو تائين لوڻ موجود آهي. ان کان سواءِ هي معدني طور تي چلي سالٽ پيٽر ۽ بوريڪس جي شڪل ۾ به ملي ٿو.



سوڊيم گهٽي مقدار ۾ رنگ سازيءَ، دوائن، آرائش جي سامان ۽ ٻين ڪيترين ئي تجارتي شين جي پيداوار ۾ استعمال ٿئي ٿو. هي ٻين عامل ڌاتن جي ڌاتوگريءَ ۾ استعمال ٿئي ٿو. گهٽي گرمي پد ماپڻ وارن ٿرماميٽرن جي بناوت ۾ استعمال ٿيندو آهي. ان کانسواءِ هي نيوڪليئر ري ائڪٽر ۾ گرمي جذب ڪري منتقل ڪرڻ جي عمل ۾ ڪارائتو آهي. هي ليڊ جي هڪ مرکب ٽيٽرا ايٿائل ليڊ جي تياريءَ ۾ ڪم اچي ٿو. جيڪو پيٽرول تي هلندڙ انجڻين جي روانيءَ ۾ مددگار هوندو آهي. سوڊيم يا ان جا مرکب شعلي ۾ سونهري زرد رنگ پيدا ڪندا آهن. ان جي خاصيت جي بنياد تي سوڊيم جي بخارن جي مدد سان روشني ڏيڻ واريون بتيون ايجاد ڪيون ويون آهن، جيڪي روڊن جي ڪنارن تي ڏسي سگهجن ٿيون.

سوڊيم، ڪيميائي عنصر جو لاطيني نالو نئٽريم (Natrium) آهي، جنهنڪري هن کي Na جي نشانيءَ سان لکيو ويندو آهي. سوڊيم دوري جدول جي گروپ I-A جي عنصرن ۾ شامل آهي، جيڪي الڪلي ڌاتو سڏائين ٿا. ان گروپ جا ٻيا ڌاتو ليٿيم (Li)، پوٽئشم (K)، سيزيم (Cs) ۽ فرنڪيم (Fr) آهن. الڪلي ڌاتن جا ائٽم پنهنجي آخري شيل ۾ هڪ اليڪٽران رکن ٿا. انهن جو ائٽمي نيم قطر وڏو ٿئي ٿو ۽ آئيونائيزيشن توانائي گهٽ ٿئي ٿي. تنهنڪري هي سولائيءَ سان پنهنجي آخري شيل مان اليڪٽران خارج ڪن ٿا. اهوئي سبب آهي ته سيني ڌاتن مان هي ڌاتو تيز عامل آهن ۽ هڪ واڌو بار وارا آئين ناهين ٿا. انهن جي مرڪبن جي اڪثريت آئيني آهي ۽ اُهي پاڻي ۾ ڳرندڙ آهن.

سوڊيم جي اليڪٽراني ترتيب 1، 8، 2 آهي. ان جي ٽئين شيل جو هڪ اليڪٽران سولائيءَ سان پنهنجي ائٽم کي ڇڏي ٿو ۽ نتيجي ۾ سوڊيم آئين ($Na^+$) ٺهي ٿو. سوڊيم جو ائٽمي نمبر 11 ۽ ائٽمي ماس 23 آهي. هن عنصر جو رجڻ $97.72\,^\circ C$ ۽ ٽهڪڻ پد $882.8\,^\circ C$ آهي.

**سوڍا** (ذات): سوڍا راجپوت سنڌ ۽ هند جا رهاڪو آهن، جن مان ڪي خاندان سنڌ جي عمرڪوٽ، ٿرپارڪر ۽ اڇڙي ٿر ۾ وڏي انگ ۾ رهائش پذير آهن. امرڪوٽ پرڳڻي جا قديم حڪمران پرمار سوڍا رهندا پئي آيا آهن، جن جا سردار 'راڻا' سڏبا آهن. جڏهن سنڌن وڏو سوڍو 1226ع ۾ اجين مان نڪري امرڪوٽ/ عمرڪوٽ تي ڪاهي آيو تڏهن سومرا سنڌ جا حڪمران هئا. سومرن جي دور جو مشهور لوڪ داستان 'مومل راڻو' سوڍي راڻي 'مهندري/ مينڌري' سان منسوب آهي، جيڪوان وقت جي حڪمران همير سومري جو رشتي ۾ سالو هو ۽ حاڪم همير جو صلاحڪار هو. همايون بادشاهه، 1539ع ۾ ڪالنجر جي قلعي ۾ شير شاهه سوريءَ کان شڪست کائڻ بعد حميده بيگم سميت وڏي لشڪر سان گڏ اچي امرڪوٽ پهتو هو، اُن وقت راڻو پرشاد امرڪوٽ/ عمرڪوٽ جو حاڪم هو. راج ديو 1226ع ۾ امرڪوٽ هٿ ڪيو. سندس نسل مان جئه برهم، جسهڙ، سويشر، ڏراپرش، درجن شال وغيره نالي وارا راڻا ليڪيا وڃن ٿا. ڏراپرش جا ٻه پٽ هئا، وڏو درجن شال، جنهن جو اولاد عمرڪوٽ جا راڻا آهن. ٻيو پٽ هو 'آمراءِ'، جنهن جو خاندان پارڪري راڻن جي حوالي سان مشهور ٿيو. ڪيترن سالن کانپوءِ راڻو ڪينئرو، راڻو اوتادي، راڻو تيجسي، راڻو چانپو، راڻو گانگو، راڻو پتو عرف پرشاد (جنهن دهليءَ جي بادشاهه همايون کي پناهه ڏني)، راڻو چندرسين (راڻو چندر، راجا سورج سنگهه جو سهرو)، راڻو پوڄراج (جنهن جو ڪوٽ ايل ڪوهه پوڄراجيو ڳوٺ ۾ اڄ به موجود آهي)، راڻو ايسرداس (ڪيس جيسلمير جي راجا اول سهل سنگهه سنبت وڪرمي 1710ع ۾ گاديءَ تان لاهي راڻي گانگي جي پوٽي جئه سنگهه کي عمرڪوٽ جي گاديءَ تي ويهاريو)، راڻي سنگهه عرف جڳاسنگهه، راڻو سرتار سنگهه، راڻو آسڪرڻ، راڻو سنگرام، راڻو مهراج، راڻو ڪبير سنگهه، راڻو جسونت، راڻو ارجن سنگهه، راڻو چندرسنگهه (سنڌ جو نامور سياستدان) ۽ هن وقت چوهون راڻو راڻو هميرسنگهه آهي. سوڍن جون عورتون پرديدار رهيون آهن، جيڪي گهرن کان اڪثر ٻاهر ڪونه نڪرن. سوڍن جون ٽيون مائٽيون هندستان جي راجپوتن (ڀاٽين ۽ راٺوڙن وغيره) سان اڄ به قائم آهن. هي ٿرپارڪر جي مسلمان اربابن کي سڱ به ڏيندا رهيا آهن. سنڌن شاديءَ جون رسمون ڏکيون آهن، چاليهه پيڙهين تائين حسب نسب ملڻ وارين نڪن سان شادي ڪونه ڪن. سوڍا مُردا ساڙيندا آهن ۽ رک گنگا، ساڙڊري يا سنڌو درياهه ۾ وهائيندا آهن.

سوڍا اصول پرست ۽ خوددار رهيا آهن. راڻي چندر سنگهه وانگر رامسنگهه سوڍو به سنڌ جو ناميارو سياستدان رهيو آهي. هو سنڌ اسيمبليءَ جو ٻه ڀيرا ميمبر، وڏي وزير جو صلاحڪار ۽ ضلعي ٿرپارڪر جو نائب ناظر رهي چڪو آهي. هن وقت احمدآباد (ڀارت) ۾ رهي ٿو. اڇڙي ٿر جي ڳوٺ مٺو ڳوٺ جو گيانسنگهه سوڍو مشهور سياسي شخصيت رهيو آهي، جيڪو ضلعي ڪائونسل جو ميمبر به رهيو آهي. سوڍا ٿر ڪانسواءِ اڇڙي ٿر جي مختلف ڳوٺن جهڙوڪ: مٺو راڻاهي، رٻلاهي ۽ جيٺڻهار ۾ رهن ٿا.

**سوڍا پٽ سنڌ جا** (فلم): ’سوڍا پٽ سنڌ جا‘ نالي سنڌي فلم وانا فلمز جي پيشڪش آهي. هي فلم 7 ڊسمبر 1973ع تي رليز ٿي، جنهن فلم جو هدايتڪار يونس رائوڙ، موسيقار ظفر علي ۽ اداڪارن ۾ مشتاق چنگيزي، چڪوري، نرگس، مراد بلوچ، ملڪ انوکو، ڪرن، ساحره، منو مرزا، شهناز، محبوب عالم ۽ آفندي شامل هئا. هي فلم حيدرآباد جي



’سوڍا پٽ سنڌ جا‘ فلم جو هڪ منظر

شاليمار سينيما، سکر جي نشاط ۽ لاڙڪاڻي جي المنظر سينيما ۾ ڏيکاري وئي. هيءَ فلم آصف فلمز ڪراچيءَ جاري ڪئي هئي.

**سوڍاڻي** (ديهه): سوڍاڻي، بلوچن جي هڪ ذات جو نالو آهي.

**سوڍائي**[1]: ضلعي ٺٽي جي ڪاري ڇاڻ واري علائقي ۾ رهندڙ ماڻهن جي هڪ ذات ’سوڍائي‘ آهي. بابو سوڍائي، قومي ڪارڪن ٿي گذريو آهي، جيڪو سجاول ڪاليج (ضلعي ٺٽي) ۾ شاگردن جي هڪ جهيڙي ۾ شهيد ٿي ويو هو. سندس نالي سان سجاول ۾ شهيد ’بابو سوڍائي چوڪ‘ به موجود آهي.

**سوڍائي**[2] (ديهه): تعلقي ڪشمور، ضلعي ڪنڌڪوٽ- ڪشمور جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

ڊکڻ (شاداڻي)، نبي بخش، سائينداد چاچڙ، ڪلري چاچڙ، گهنگهرو خان، محمد هاشم ڪوسو، محمد بخش جکراڻي، سومر چاچڙ، بخشو چاچڙ، دلشاد جکراڻي، ڪلو مزاري، امانت علي، دڙو، خان محمد جکراڻي، خان محمد ڪوسو ۽ تاج محمد جکراڻي.

**سوڍر** (ذات): سوڍر سما آهن ۽ ٿر ۾ اڪثريت سان ۽ سنڌ جي باقي ٻين حصن ۾ ڪٿي ڪٿي رهن ٿا. هن ذات جا خاص پاڙا هي آهن: تيلاڻي، خوشحالاڻي، درڪاڻي، سومراڻي، سيتواڻي، غيباڻي ۽ گاگاڻي. ڊاڪٽر شاهنواز سوڍر، سوڍرن مان هڪ ڄاتل سڃاتل شخصيت هو.

**سوڍر شاهنواز، ڊاڪٽر**: نامور محقق ۽ لطيف شناس ڊاڪٽر شاهنواز ولد در محمد سوڍر، 10 مئي 1940ع تي ڳوٺ ٽاڻي سوڍر (فيض محمد سوڍر)، تعلقي وارهه، ضلعي قمبر- شهدادڪوٽ ۾ ڄائو. هن ابتدائي تعليم اباڻي ڳوٺ جي مڪتب مان، قرآن شريف ناظره پنهنجي ڏاڏي محمد خان سوڍر وٽ پڙهي پورو ڪيو. اديب سنڌي، مئٽرڪ، انٽر ۽ بي. اي تائين تعليم لاڙڪاڻي مان حاصل ڪيائين. 1963ع ۾ ڳوٺ جي پرائمري اسڪول ۾ استاد مقرر ٿيو. 1969ع ڌاري ايم. اي سنڌي ۽ 1972ع ۾ بي. ايڊ جا امتحان پاس ڪيائين. جنهن ڪانپوءِ انٽرنيشنل رليشن ۾ پڻ ڊگري ورتائين. 1973ع ۾ ڪميشن پاس ڪري سنڌيءَ جو ليڪچرار مقرر ٿيو، جنهن دوران ٺٽي، لاڙڪاڻي ۽ ٻين ڪيترين ڊگري ڪاليجن ۾ ليڪچرار ۽ پروفيسر جي عهدن تي فائز رهيو.



سنڌ يونيورسٽيءَ ۾ علامه غلام مصطفيٰ قاسميءَ جي رهنمائيءَ ۾ ’سنڌي ثقافت ۽ شاهه عبداللطيف‘ جي عنوان سان هڪ تحقيقي مقالو لکي، 1988ع ۾ ڊاڪٽريٽ جي ڊگري حاصل ڪيائين. سنڌي زبان ۾ لکيل شاهه عبداللطيف ڀٽائيءَ تي سندس هيءَ پهرين ٿيسز آهي ۽ سنڌ يونيورسٽيءَ ۾ به لطيفيات تي پهرين ٿيسز آهي.

ڊاڪٽر سوڍر ڪيترو عرصو گورنمينٽ ڊگري ڪاليج لاڙڪاڻي ۾ سنڌيءَ جو پروفيسر ٿي رهيو. آخر ۾ ٺٽي ڊگري ڪاليج مان پرنسپال جي عهدي تان رٽائر ٿيو. ڊاڪٽر شاهنواز سوڍر پنهنجي عمر جو وڏو حصو شاهه لطيف تي تحقيق ڪندي گذاريو. هن تحقيق ڪانسواءِ شاعري، ڪهاڻي ۽ ڊراما پڻ لکيا. ڊاڪٽر شاهنواز سوڍر، شاهه لطيف ڪانفرنس، سچل ادبي ڪانفرنس سميت ٻين ادبي ميڙاڪن ۾ پابنديءَ سان شرڪت ڪندو هو. سندس شروع ۾ ڊرامن طرف به ڪافي گهڻو لاڙو رهيو. سندس به سنڌي ڊراما ’ڏاڏاڻي ڏيهه ۾‘ (1985ع) ۽ ’نصيب‘ (1986ع) پاڪستان ٽيليويزن تان نشر ٿيا هئا.

ڊاڪٽر شاهنواز سوڍر جا هيٺيان ڪتاب شايع ٿي چڪا آهن: (1) شاهه عبداللطيف ڀٽائي (1990ع)، (2) سنڌي ثقافت ۽ شاهه لطيف (1991ع)، (3) ’اوجاڳي اُجاريا‘ (2000ع). سندس ڪهاڻيون، تحقيقي مضمون مختلف رسالن ۽ اخبارن ۾ شايع ٿيل آهن. سنڌ جي هن عالم ۽ اديب 15 مارچ 2003ع تي وفات ڪئي.

**سوڍڙا** (ذات): خيرپور ميرس ۾ رهندڙ مسلمانن جي هڪ ذات جو نالو ’سوڍڙا‘ آهي.

**سوڍڪي** (ديهه): ٽنڊي محمد خان ۽ ميرپورخاص ضلعن ۾ ’سوڍڪي‘ نالي سان ديهون موجود آهن.

**سوڍل شاهه جي مزار**: نامور بزرگ سوڍل شاهه جي مزار ضلعي ميرپورخاص جي تعلقي ڊگهڙيءَ ۾ ڪاچيلي اسٽيشن جي پرسان آهي. روايت آهي ته سوڍل فقير اصل ۾ ذات جو ٺڪر هو. پوءِ مسلمان ٿي ذڪر الاهيءَ ۾ مشغول ٿي ڪامل درويش ٿيو. جنهن بعد ’سوڍل شاهه‘ سڏجڻ لڳو. پاڻ اڪثر وقت مجذوبيءَ جي حالت ۾ گذاريندو هو دنيا جي حالتن کان بي پرواهه رهي عبادت ۾ مشغول رهندو هو.

**سوڍل فقير لغاري** (فنڪار): سنڌ جو ناميارو صوفي راڳي سوڍل فقير ولد علي بخش لغاري، 1959ع ڌاري، ديهه خيري ديري، تعلقي موري جي ڳوٺ 'لغاري بجراڻيءَ' ۾ ڄائو.



سندس وڏا اصل ڪاڇي جي ڳوٺ چاڪر ڪوٽ، تعلقي جوهي، ضلعي دادوءَ جا هئا. مير ٺاري خان لغاريءَ جي فوج جا سپهه سالار هئا ۽ ان ئي دور ۾ لڏي اچي ديهه خيري ديري، تعلقي موري، ضلعي نوابشاهه (هاڻوڪي ضلعي نوشهري فيروز) ۾ پنهنجو ڳوٺ 'لغاري بجراڻي' نالي سان ٻڌي اچي رهيا. هڪ ڀيرو ڳوٺ درياهه جي پاڻي وچڙ ڪري ويجهوئي ٻيهر ساڳئي نالي سان ڳوٺ آباد ڪيو ويو. سندس ڏاڏو محمد حسن، گهاگهر ۽ يڪتاري تي صوفياڻو راڳ ڳائيندو هو. سندس والد علي بخش لغاري، جيڪو هن وقت 80 سالن جي لڳ ڀڳ آهي، سو پڻ صوفي بزرگن جي درگاهن تي اچا تائين صوفي راڳ ڳائي محفلون مچائيندو رهندو آهي. هن راڳ جي تعليم پنهنجي والد ۽ خاص ڪري احمد شاهه، ڳوٺ جوٽالي (تعلقي موري) کان ورتي.

سوڍل فقير لغاري 20 سالن جي عمر کان وٺي راڳ سان ناتو نڀائيندو پيو اچي. سنڌ جي تقريباً سمورن صوفي شاعرن- خاص ڪري شاهه لطيف، بابا بلهي شاهه، سچل سرمست، جانڻ فقيرچن، رکيل شاهه، چيزل شاهه ڪانسواڻ، راشد مورائي ۽ ٻين شاعرن کي ڳايو اٿس. گذريل 10 سالن کان فن شناس شخص، محمد قاسم ماڪا جي پروگرام 'رنگ منچ' ۾ لڳاتار حصو وٺندو اچي. ماڪا صاحب پنهنجي ذاتي اسٽوڊيو ۾ هن کي رڪارڊ ڪري، سندس ڳايل صوفي ڪلامن جون 12، 13 ڪئسيٽون جاري ڪيون آهن، جن سنڌ ۾ وڏي مقبوليت حاصل ڪئي آهي. سوڍل فقير سنڌ جي سيني ٽي. وي چئنلن تي ڳايو آهي. 1990ع کان ڳوٺان لڏي اچي گڇيري روڊ، موري ۾ رهائش پذير ٿيو آهي.

**سوڍن جي صاحبي يا راڻن جو راڄ** (ڪتاب): هي ڪرائون سائيز جي چاليهن صفحن تي مشتمل ڪتاب نامور اديب ڀيرومل مهرچند آڏواڻيءَ جو لکيل آهي، جيڪو سنڌي ساهتيه سوسائٽي، ڪراچيءَ جي ماهوار رسالي جو سلسلو آهي. هن ڪتاب ۾ ڀيرو مل مهرچند، سنڌ جي راجپوت سوڍن جي تاريخ بيان ڪئي آهي، جيڪا هيٺين عنوانن ۾ ورهايل آهي: (1) راجپوتن جو اصل نسل، (2) پرمار راجپوتن جي پيڙهي، (3) سوڍن جو سنڌ ۾ اچڻ، (4) عمرڪوٽ واري لڙائي، (5) سوڍن جو ٿر ۾ زور وٺڻ، (6) حڪومت جو ورهاڱو،


ماهوار رسالو
سوڍن جي صاحبي
راڻن جو راڄ

(7) سوڍن جو زور ٽٽڻ، (8) ڪانگ ڪي لُڙ ۾ مزو، (9) عمرڪوٽ ۾ اڪبر بادشاهه جو جنم، (10) ٿر ۾ ڍلون معاف، (11) سوڍن جي حڪومت جو نمونو، (12) ڪلهوڙن جي صاحبي، (13) ميرن جي صاحبي، (14) ڪن سوڍن جو پرشٽ ٿيڻ، (15) انگريزن جي صاحبي، (16) راڻي رتن سنگهه جي ڪهاڻي، (17) وفادار گهوڙي، (18) سوڍن ۽ انگريزن جي ڪهاڻي ۽ (19) راڻن جو هاڻوڪو احوال.

هن ڪتاب کي اين. ايڇ پنجابي ۽ ڪمپني بڪ سيلرس ۽ پبلشرس بندر روڊ ڪراچيءَ 1924ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو. جنهن جي قيمت 6 آنا آهي.

**سوڍو جوڳي**: ناميارو راڳي سوڍو جوڳي ولد موڏو جوڳي 1959ع ڌاري موجوده ميرپورخاص ضلعي جي ڳوٺ نبيسر ۾ پيدا ٿيو. هن جي نصابي تعليم پنج درجا آهي. سوڍي جوڳيءَ جو جيئڻ ته جوڳي ڪٽنب سان تعلق آهي، جيڪي مرلين ٺاهڻ ۽ وڄائڻ ۾ مهارت رکندا هئا. ان ڪري سوڍي جوڳيءَ کي سر سنگيت جو ماحول گهر ۾ ئي مليو. پر اڳتي هلي کيس ڳائڻ جو شوق ٿيو. ننڍپڻ ۾ پنهنجي منهن ڪلام جهونگاريندو رهندو هو. هڪ ڀيري پنهنجي ڳوٺ جي پرسان غازي



ملوڪ شاهه جي درگاهه تي ڳاتائين، جتي سندس خاندان جا ڪجهه فرد به موجود هئا، جن سندس آواز ۽ انداز ٻڌي حيرت ڪاڏي ۽ بعد ۾ سندس حوصلي افزائي ڪيائون. ان کانپوءِ سوڍي جوڳيءَ راڳ جي بنيادي سکيا، استاد محمد سومار کان ورتي ۽ پوءِ ڪلاسيڪي راڳ جي وڏي ڄاڻو استاد محمد منل ميراثيءَ (قاضي احمد واري) کان راڳ جي باقاعدي سکيا ورتائين.

سوڍي جوڳيءَ کي پهريون ڀيرو 1988ع ۾ پروڊيوسر الله بخش بخاريءَ ريڊيو پاڪستان حيدرآباد تي متعارف ڪرايو. جنهن کانپوءِ 1989ع ۾ کيس پروڊيوسر ذوالفقار نقويءَ پي. ٽي. وي ڪراچيءَ جي سنڌي پروگرام 'سنڌ سينگار' ۾ پيش ڪيو. سوڍي جوڳيءَ کي سنڌ ثقافت کاتي 1996ع ۾ ثقافتي ميلي اسلام آباد موڪليو هو، جتي هن 'لوڪ ورثه' جي پروگرام ۾ شرڪت ڪري پهريون ڀيرو پنهنجي فن جو وڏي پئماني تي مظاهرو ڪيو. سوڍي جوڳيءَ جي آواز ۾ ڪافي آڊيو ڪئسيٽون جاري ٿي چڪيون آهن. هن هڪ موسيقار طور پڻ پاڻ کي مڃايو آهي. سندس ترتيب ڏنل موسيقيءَ ۾ سنڌ جي ڪيترن ناميارن ڪلاڪارن: الله ڏني خاصخيلي، الله ڏني جوڻيجي، فوزيه سومرو، ثريا سومرو ۽ ٻين ڳايو آهي.

سوڍو جوڳي هن وقت ريڊيو پاڪستان حيدرآباد تي هڪ هارمونيم پليئر جي حيثيت سان پنهنجون خدمتون سرانجام ڏئي رهيو آهي.

**سوڊوف. سي. ٿامس**: 2013ع جو نوبل انعام يافته جرمن سائنسدان. امريڪا ۽ جرمنيءَ جي ٽن سائنسدانن: ٿامس سي. سوڊوف، جيمس آر. راٿمئن ۽ رينڊي ڊبليو شڪمئن جي ٽيم کي 2013ع جو ميڊيسن (طب ۽ نفسيات) جو نوبل انعام ڏنو ويو آهي. سندن طرفان جسم جي اندر خلين/ جيوگهرڙن جي منتقليءَ واري نظام بابت کوجنا (Discoveries of machinery regulating vesicles traffic, a major transport system in human cells) سان ماڻهوءَ جي مدافعتي نظام جي خرابين، ذيابيطس ۽ ٻين بيمارين جي علاج ۾ وڏي هٿي ملندي. ان ڪري کين اهو انعام ڏنو ويو آهي.



ٿامس سوڊوف، 22 ڊسمبر 1955ع ۾ جرمنيءَ جي شهر گوٽنجن (Goettingen) ۾ ڄائو. پاڻ هن وقت امريڪا جي اسٽينفورڊ يونيورسٽيءَ سان لاڳاپيل آهي. هن کوجنا کان اڳ ۾ 1990ع ۾ هن اهو معلوم ڪيو ته خلين ۾ سگنلن (پيغام رسائيءَ) جو جيڪو نظام آهي، جنهن تحت دماغ کي فوراً ڪو اطلاع ملي ٿو ته اهو ڪيئن ردعمل ۾ ڪي جزا (vesicles) خارج ٿو ڪري.

هن جي خاص دلچسپي تنتي خلين (nerve cells) جي پاڻ ۾ رابطي واري نظام ۾ هئي. پنهنجي ساٿين سان گڏجي هن انهيءَ تحقيق کي اڳتي وڌايو ۽ آخرڪار نوبل انعام حاصل ڪيو.

**سوڍو، ڪرٽجي**: ڪرٽجي سوڍو، ننگرپارڪر جو راڻو ۽ ٿر ۾ انگريزن خلاف ڪيل بغاوت جو مهندار هو انگريز 1843ع ۾ سنڌ تي قبضو ڪرڻ بعد پنهنجا پير پختا ڪرڻ لاءِ سنڌ جي زميندارن، سردارن ۽ رعيت مان ڪن کي دڙڪائي، ڪن کي لالچائي، جاگيرون ڏئي ته ڪن کي آسرن ۾ رکي آڻ مڃائيندا رهيا. پارڪر ۾ ميرن جي سند مطابق، ننگرپارڪر جي راڻي ڪرٽجيءَ کي سوراچند ۽ راڻپور ڳوٺن توڙي ننگرپارڪر شهر جي آمدنيءَ مان حصو ملندو هو ويراواهه جي جاگير لاڌوسنگهه سوڍي ۽ ڀهراڻي جي جاگير ڪلجي سوڍي کي مليل هئي، انهن ڪانسواءِ ٻيون به ڪيتريون جاگيرون سوڍن وٽ هيون. انگريزن 1856ع ۾ تروٽ (Trywitt) کي ٿرپارڪر جو پوليٽيڪل ايجنٽ مقرر ڪيو جنهن اڳوڻا قانون رد ڪري پنهنجا قانون لاڳو ڪيا.

سوڍن انگريزن جا قانون مڃڻ کان انڪار ڪري پنهنجا حڪم جاري ڪيا. تروٽ ان وقت ڏيئو مل کي ٿر ۾ مختيارڪار مقرر ڪرايو جنهن سوڍن تي سختي ڪئي. انگريزن پاران روينيو سروي چالو ڪئي وئي. راڻي ڪرٽجيءَ جي هڪ نوڪر تي ڪوهه کي نقصان پهچائڻ جو الزام هڻي ڏنڊ وڌو ويو راڻي ڪرٽجيءَ جو ڪاسبي جي پٽيل سان زمين جي دنگ تي تڪرار هو جنهن جو تروٽ، راڻي خلاف فيصلو ڪري، دنگ تي پٿر هڻائي، راڻي کان زوريءَ خرچ وصول ڪيو. ٽيليگراف کاتي جي ملازمن ڪولهي عورتن سان بدسلوڪي ڪئي ۽ مزدورن کي پورو اجورو نه ڏنو ۽ مختيارڪار ڏيئو مل، راڻي ڪرٽجي سان تڪرار ڪيو جنهن سبب سوڍن ۾ انگريزن خلاف گهڻي نفرت پيدا ٿي. ويتر هڪ ڪولهي عورت راڻي وٽ انگريزن خلاف دانهي ٿي، تڏهن راڻي ڪرٽجي ڌارين خلاف بغاوت جو اعلان ڪيو. راڻي جو ڀاءُ پوپٽ سنگهه، ويراواهه جو راڻو لاڌو سنگهه، ڀهراڻي جو راڻو ڪلجي، راڻي جي ڪيمپ ۾ گڏ ٿيا ۽ 15 اپريل 1859ع تي بغاوت شروع ڪيائون. پارڪر جا هزارين ڪولهي ۽ ٻين ذاتين جا ماڻهو ان بغاوت ۾ شامل ٿي ويا ۽ انگريزن جا قانون مڃڻ کان انڪار ڪري ويڙهه جو اعلان ڪيائون. هنن پهرين پنهنجي لشڪر سان پوليس ٿاڻي تي حملو ڪيو. مختيارڪار جي دفتر کي باهه ڏني، سرڪاري خزانو لٽيو. ٽيليفون جون تارون ڪٽي ٻيو نقصان ڪيائون. ڏيئو مل اها خبر حيدرآباد موڪلي، جتان ڪرنل ايونس 19 اپريل 1859ع تي هڪ ٽرڊ بلوچي رجمينٽ جي ونگ ننگرپارڪر موڪلي ۽ ڪجهه توپخانو ڪراچيءَ مان پڻ موڪليو ويو.

24 اپريل 1859ع تي ڪرنل ايونس کي حڪم مليو ته پاڻ وڃي فوج جي ڪمانڊ وٺي، جيڪو 30 اپريل 1859ع تي پنهنجي موڪليل فوجي لشڪر سان وچ رستي ۾ اچي گڏيو. جڏهن ته ڏيسا، حيدرآباد، احمدآباد ۽ ڪڇ کان انگريزن جون فوجون ان وقت تائين ننگرپارڪر جي آسپاس پهچي چڪيون هيون. ڏيسا جي فوج ميجر ڪئليءَ جي هٿ هيٺ سڀ کان پهرين ننگرپارڪر پهتي، جنهن تي 1 مئي 1859ع تي سوڍن حملو ڪيو ۽ هئي ڏينهن به سوڍن حملا جاري رکيا.

ڪرنل ايونس 2 مئي تي ويراواهه پهتو، جيڪو شهر خالي ٿي چڪو هو. سيني فوجن گڏجي 3 مئي 1859ع تي ننگرپارڪر تي حملو ڪيو. ڪارونجهر تي راڻي چندن سنگهه جو جوڙايل 'چندن گڏ' توپن سان اڏايو ويو. سوڍن جي لشڪر بهادريءَ سان مقابلو ڪيو. انگريزن جي فوجن جو ڪيترو ئي نقصان ٿيو، پر فوج گهڻي هجڻ ۽ وڏا هٿيار هجڻ سبب سوڍا پچي نه سگهيا. راڻو ڪرٽجي، راڻو لاڌوسنگهه ۽ ٻيا ڪيترائي بهادر گرفتار ٿي پيا. ڪلجي سوڍي وڙهندي ڪارونجهر وٽ پنهنجي جان قربان ڪري ڇڏي. راڻي ڪرٽجي، راڻي لاڌو سنگهه ۽ ٻين باغين کي جيل ۾ وڌو ويو. جتان راڻي لاڌو سنگهه جي پٽ اڏيسنگهه سوڍي جيل تي حملو ڪري، قيدخانو ڀڃي سيني کي آزاد ڪرايو ۽ تروٽ جي تنبو تي حملو ڪيو. جنهن پورڻ واءِ جي لاڏي ميگهواڙ جي گهر ۾ ٻيل چوڙن هيليان پاڻ لڪائي جان بچائي. ڪرنل ايونس جي فوج ان وقت پاڻ کي فاتح سمجهندي ننگرپارڪر ڇڏي واپس رواني ٿي چڪي هئي، جنهن کي وچ تي جيل ٽوڙڻ ۽ تروٽ تي حملي جي خبر ملي.

ايونس فوج واپس موٽائي 1 جون 1859ع تي ننگرپارڪر تي حملو ڪيو پر راڻو جبل ۾ لڪي ويو. راڻي کي سندس دوست سيٺ ماوجي لوهاڻو هنس پوري ٻائو ۽ روپلو ڪولهي کاڌو پيتو ۽ خبرچار

پهچائيندا هئا.

تروٽ، روپلي ڪولهيءَ کي گرفتار ڪري، راڻي جو ڏس ڏيڻ لاءِ لالچايو. پر روپلي جو هن ڏس ڏيڻ کان انڪار ڪيو. کيس سخت اذيتون ڏنيون ويون. هٿن جي ترين ۾ تيل وجهي، آڱرين تي ڪپهه ويڙهي باهه ڏني وئي. پر هن آڻ مڃڻ کان انڪار ڪري ڇڏيو. تڏهن کيس ڦاهي ڏني وئي. آخر تروٽ سيٺ ماوجي ۽ هنس پُوري ٻاوي کي لالچ ڏئي، راڻي کي گرفتار ڪرايو. راڻي سان گڏ سندس وزير ۽ ٻيا ڪيترائي مددگار گرفتار ٿيا. جن مان ڪيترن ئي آڻ مڃي، پر راڻي ڪرڻجي ۽ راڻي لاڏي آڻ نہ مڃي. ڪين جاگيرون ۽ بنگلا ڏيڻ جي آڇ ٿي، پر هو پارڪر مان انگريزن جا قانون ختم ڪرڻ جي شرط تي اٽل رهيا.

نيٺ سوڍي ڪرڻجي ۽ سندس وزير تي راڄ ڊوهي/ بغاوت جو مقدمو هليو. 1860ع ۾ کين 14 سال سزا آئي. سندن جاگيرون ضبط ڪيون ويون. راڻي سان دغا ڪندڙن کي انگريزن جاگيرون ڏئي انعامن سان نوازيو.

**سوڍو، نيڀراج سنگهه، پڳت:** پڳت نيڀراج سنگهه سوڍو، ڳوٺ ڦلائو، تعلقي کپري، ضلعي سانگهڙ جو رهاڪو آهي. سندس والد پيرجي سوڍو، ٿر جو مشهور پڳت هو. جنهن جون پڳتيءَ جون 5 ڪئسٽون رليز ٿيل آهن. پيرجي ٺڪر کي ’سينيئر حيدر رند‘ جي نالي سان سڃاتو ويندو هو.

هن پنهنجي پٽ نيڀراج جي، پڳتيءَ ۾ سٺي پرورش ڪئي. نيڀراج سوڍو مئٽرڪ تائين تعليم حاصل ڪرڻ بعد پڄن چوڻ سان گڏ گهريلو ڪرت سان واڳيل رهيو. 1992ع ۾ والد جي وفات ڪانپوءِ ڇڏيل ورثي کي سنڀاليائين.

هن ڀيرون پيرو مٺو تعلقي کپري ۾ پڄن ڳاتا، جتي کيس تمام گهڻي موٽ ملي، جنهن ڪانپوءِ کپري، عمرڪوٽ، رتيڪوٽ، سانگهڙ ۽ ٿر جي ڪيترن مندرن ۾ ٿيندڙ مذهبي ڏهاڙن تي پڄن ڳائيندو رهيو آهي. ان کان سواءِ مشهور ڪلاسيڪي شاعرن منٺار فقير راڄڙ ۽ حسن بخش شاهه ڊنڙي واري جي درگاهن سميت ڪيترين درگاهن تي ڳائيندو رهيو آهي.

هن وقت پنهنجي اباڻي ڳوٺ ڦلائو ۾ رهائش پذير آهي.

**سوڍو، هاسو:** سنڌ جي بهادر ڪردارن ۾ هاسو سوڍو، پنهنجي سورهيائي، وطن دوستي ۽ دوستن تان سر گهورڻ وارن ٻي ڊپن انسانن مان هڪ ناميارو سورهيه ٿي گذريو آهي.

هاسو سوڍو، سنڌ جي محب وطن حاڪم دودي سومري جو پڳ مٽ يار هو. جڏهن دهليءَ جي حاڪم علاوالدين خلجيءَ، چنيسر جي چوڻ تي سنڌ تي ڪاهه ڪري، دودي سومري جي مٿان جنگ مسلط ڪئي، ان وقت هاسو سوڍو، ضلعي عمرڪوٽ جي شهر چور کان 5 ڪلوميٽر اولهه طرف هڪ ڳوٺ ۾ رهندو هو روايت آهي تہ سندس جنم پڻ ان ئي ڳوٺ ۾ ٿيو هو. اهو ڳوٺ پوءِ اڳتي هلي سندس نالي پٺيان ’هاسي سر‘ سڏجڻ لڳو هو جتي انگريز دور ۾ ريلوي اسٽيشن قائم ڪئي وئي هئي، جيڪا اڄ بہ سندس ئي نالي سان منسوب آهي.

هاسو سوڍو پنهنجي راڄ ڀاڳ وارو شخص هو ۽ تروارو علائقي ۾ سوڍا اڪثريت ۾ رهندا هئا، جيڪي اثر رسوخ وارا هوندا هئا. ٿر ۽ عمرڪوٽ واري علائقي ۾ سومرن ڪانپوءِ واري دور ۾ سوڍن جي حڪومت پڻ رهي آهي. دودي خلاف سندس ڀاءُ چنيسر جي چرچ تي جڏهن دهليءَ جون فوجون لاڙ خطي ۾ پهچي چڪيون هيون، ان وقت هاسو سوڍو، پنهنجي شاديءَ جي رات، سماجي رسمن هيٺ ڪنوار سان پلئہ ٻڌي، ويڏيءَ جا ڦيرا ڏئي رهيو هو تہ اوچتو کيس ڪنهن ماڻهوءَ رڙ ڪري چيو: "اي هاسا! تنهنجي دوست دودي سومري تي دهليءَ جو بادشاهه فوج وٺي ڪاهه ڪري آيو آهي ۽ تون هتي وينو سهاڳ رات ماڻڻ جون تياريون ڪرين!" هاسو سوڍو، سنڌ جو سچو سپوت ۽ دودي جو دلي دوست هو. مٿس دودي تي دشمن جي حملي واري خبر وڄ وانگر ڪڙڪي پئي ۽ هاسي سوڍي، ڌرتي ماءُ سان ازلي محبت جو پرم رکڻ لاءِ بنا ڪنهن سوچ ويچار جي، ويڏيءَ جا ڦيرا اڌ ۾ ڇڏي، ڪنوار سان ٻڌل پلوَن کي تلوار سان ڪٽي، پنهنجي ونيءَ ’مالهان‘ کي مِٺي ڏئي چيو: "پياري! جيئرو موٽيس تہ ملنداسين، نہ تہ گهوري جان سنڌ ۽ دودي تان!" ائين چئي پوءِ، هاسو سوڍو رات جي پيٽ ۾ پنهنجي بهادر ساٿين جو وڏو سٿ وٺي وڃي جنگ جي ميدان تي پنهنجي دلي دوست دودي سومري سان مليو ۽ وڏي بهادريءَ سان دهليءَ جي فوجين جو مقابلو ڪندي پنهنجو سِر گهوري ڇڏيائين.

هاسي سوڍي جي نالي سان قائم ڳوٺ ’هاسيسر‘ جي لڳولڳ ’انڙ آباد‘ ۾ سنڌ جو قومي دانشور ۽ سياستدان عبدالواحد آريسر رهندو آهي.

**سُور (ڏوکو)** Pain (Ache): سور هڪ اهڙي احساس (Sentiment) کي چئبو آهي، جيڪو جسم جي ڪنهن خاص هنڌ يا عضوي ۾ عام معمول جي ابتڙ، ڪنهن سبب جي ڪري، خاص قسم جي جوش (Irritability) جي صورت ۾ پيدا ٿيندو آهي. جسم جي متاثر ٿيل هنڌ ۽ عضون جي خابرو تنتي پڇڙين (Sensory nerves endings) ۾ اهنج، تڪليف، ساڙي، درد، ڏوکي ۽ پيڙا (Discomfort) جو احساس اُڀري اچي ۽ اهو احساس ماڻهوءَ کي بيمار ڪري وجهي تہ ان کي سور چيو ويندو آهي.

**سور جا هنڌ ۽ نالا (Names and classification of pain):**

جسم جي خاص هنڌن ۽ جدا جدا عضون ۾ جيڪي سور پوندا آهن، تن سورن جا نالا، ميڊيڪل سائنس جي اصطلاح موجب هيٺ ڏجن ٿا. هتي جسم جي عضون جي بيهڪ ’علم بدن‘ (Anatomy) موجب ڏني وئي آهي:

**(1) مٿي ۾ سور** (Head ache) : هن سور کي ’سفلجيا‘ (Cephalgia) چئبو آهي، پر جيڪڏهن اڌ مٿي ۾ ڪنهن بہ پاسي سور هجي تہ ان کي

سُور (ڏوکو)

’هيمي ڪرينا‘ (Hemicrania) چئبو آهي. جڏهن تہ سڄي مٿي ۾، اعصابي رڳن ۾ Neuralgia سُور هجي تہ ان کي ’ميگرين پين‘ (Migraine pain) چئبو آهي.

(2) اک ۾ سُور (Eye pain): هنَ سور کي ’آفٿلملجيا‘ (Ophthalmalgia) چئبو آهي. ساڳئي وقت ميڊيڪل جو هي لفظ اک جي اٿڻ، سوڄ، ساڙي يا سور (Inflammation) لاءِ بہ ڪتب ايندو آهي.

(3) ڪن ۾ سور (Ear ache): هن سور کي ’اوٽلجيا‘ (Otalgia) چيو ويندو آهي، ساڳئي وقت هن لفظ کي ’اوٽو ڊائنيا‘ (Otodynia) بہ چيو ويندو آهي، پر جيڪڏهن ڏندن جي سور جي سبب ڪنن ۾ سُور پوي تہ انهيءَ سور کي وري ’اوٽلجيا ڊينٽلس‘ (Otalgia dentalis) چئبو آهي.

(4) منهن ۾ سُور (Face pain): هن سُور کي ’پراسو پليجيا‘ (Prosopalagia) چئبو آهي، جڏهن منهن ۾ اعصابي (منهن جي رڳن ۾) سُور (Neuralgic pain) هوندو آهي تہ ان کي ’ٽڪ ڊولو ريوڪس‘ (Tic: douloureux) چئبو آهي.

(5) وات ۾ سُور (Mouth pain): هن سور کي ’بڪاڪيوائرس‘ (Bucca cavioris) چئبو آهي. هن سور ۾ چپن کان وٺي نڙيءَ تائين سور هوندو آهي، پر جيڪڏهن وات ۾ سور رڳو ڳلن جي اندران (Checks) ۾ هوندو آهي تہ ان سور لاءِ ’بڪا پين‘ (Bucca pain) لفظ ڪتب ايندو آهي. ائين جيڪڏهن سور ڏندن ۾ (Tooth ache) هجي تہ ان لاءِ لفظ ’اوڊون ٽلجيا‘ (Odontalaligia) ڪتب ايندو آهي، پر زبان جي سور (Tongue pain) لاءِ لفظ ’گلو سولجيا‘ (Glossolgia) ڪتب ايندو آهي. نڙيءَ ۾ سور (Throat pain) هجي تہ ان کي ’سور ٿروٽ‘ (Sore throat) ۽ ’انجائنا اڪيوٽا‘ (Angina acuta) چئبو آهي. جڏهن ڳيت ڏيڻ (Swallowing) ۾ سور ٿئي تہ ان کي ’ڊسفيگيا‘ (Dysphagia) چئبو آهي.

(6) دل ۾ سور (Heart pain): هن سور لاءِ لفظ ’انجائنا پيڪٽورس‘ (Angina Pectoris) ڪتب ايندو آهي.

(7) ڇاتين ۾ سُور (Breast pain): هن سور کي ’مسٽو ڊينيا‘ (Mastodynia) چئبو آهي.

(8) معدي ۾ سور (Stomach pain): هن سور کي ’گيسٽريلجيا‘ (Gastralgia) چئبو آهي، هن لفظ کي ’گيسٽرو ڊاءِ نيا‘ (Gastrodynia) بہ چئبو آهي. جڏهن هيانوَ ۾ سور هوندو آهي تہ ان کي ’ڪارڊلجيا‘ (Cardalgia) چئبو آهي. هيانوَ ڪاڏي جي ناليءَ (Oesophagus يا Esophagus) جي پڇڙيءَ ۽ معدي جي منهن (ناليءَ) ۾ سوراخ آهي، جنهن کي Cardiac orifice چئبو آهي، اتي هڪ مشڪي ٻنجي (Muscular valve) ٿئي ٿي، تنهن کي هيانو چئبو آهي.

(9) پيٽ ۾ سُور (Abdomen pain): هن سور کي ’ڪولڪ‘ (Colic) چئبو آهي، جيڪڏهن جيري ۾ سور (Liver pain) هجي تہ ان سور لاءِ لفظ ’هيپا ٽلجيا‘ (Hepatalgia) ڪتب ايندو آهي. ائين پتي (Billiary colic) يا لفظ ’ڪولس ٽلجيا‘ (Cholcystalgia) چئبو آهي. جيڪڏهن تريءَ (Spleeen) ۾ سور هجي تہ ان سور کي ’اسپلينلجيا‘ (Splenalgia) چئبو آهي، جڏهن تہ پيٽ جي ٻنهي پاسي، يا ڪنهن هڪ پاسي ڪکين ۾ سور هجي تہ ان سور کي ’هائيپو ڪانڊريا‘ (Hypochondria) چئبو آهي.

(10) ڳيرڻ (ٻچي دانيءَ) ۾ سُور (Utrus pain): هن سُور کي ’يوٽريلجيا‘ (Uteralgia) چئبو آهي، جڏهن تہ ٻيجٽين ۾ سور (Ovaries pain) لاءِ لفظ ’اوورلجيا‘ (Ovarlgia) ڪتب ايندو آهي.

(11) خصين ۾ سُور (Testical scrotum pain): هن سُور کي ’آرڪيلجيا‘ (Orchialgia) چئبو آهي.

(12) پيشاب سُور سان اچي (Painful urine) تہ اُن سُور لاءِ ’ڊاءِ سوريا‘ (Dysuria) لفظ ڪتب ايندو آهي، جڏهن تہ مثاني ۾ سُور (Bladder pain) لاءِ لفظ ’سسٽلجيا‘ (Cystalgia) ڪتب ايندو آهي.

(13) چيلهہ ۾ سُور (Back ache): هن سُور کي ’لمبيگو‘ (Lumbago) چئبو آهي. هن سور لاءِ لفظ (Lumbar pain) بہ ڪتب ايندو آهي.

(14) دمچيءَ جي هڏيءَ ۾ سُور (Coccyx pain): هن سُور لاءِ لفظ ’ڪوڪي ڊينيا‘ (Coccydynia) ڪتب ايندو آهي. تنهن ڪانسواءِ هن سُور لاءِ ’ڪوڪي گوڊينيا‘ (Coccygodynia) ۽ ’ڪوڪي گلجيا‘ (Coccygalgia) لفظ بہ ڪتب ايندا آهن.

(15) هڏن ۾ سُور (Bone pain): هن سُور کي ’اوسٽيوڪوپ‘ (Osteocope) چئبو آهي.

(16) چمڙيءَ جو سُور (Skin pain): هن سور کي ’ڊرميٽلجيا‘ (Dermatalgia) بہ چئبو آهي.

(17) Bearing down pain: هن قسم جو سور حمل واري عورت کي حمل دوران ڳيرڻ ’ٻچي داني‘ (Utrus) جي ’ڪوئجڻ‘ (Contraction) ڪري ٿيندو آهي.

(18) Central pain: هن قسم جو سور دماغ جي مرڪز جي عضون ۽ تنتن ۾ پوندو آهي، جنهن جو سبب بہ دماغ جي مرڪزي عضون ۽ تنتن ۾ طبعي تبديليءَ (Lessions) ڪري هوندو آهي.

(19) Charcots pain: هن قسم جو سور مرد کي خصين (Testis) ۾ پوندو آهي، جنهن جو سبب خصين جي اعصابي تنتن (Nerves) ۾ سور ۽ سوڄ پيدا ٿيڻ آهي.

(20) Dilating pain: هن قسم جا ڦهريان سور حمل واري عورت کي حمل دوران پوندا آهن، هي سور ڳيرڻ جي ڪوئجڻ، ڳهڻ Cervix جي مشڪن جي ڍري ٿيڻ ۽ مادي رستي Vagina جي ويڪري ٿيڻ ڪري قدرتي طرح پوندا آهن. انهن سورن جو پوڻ ڪا بيماري ناهي هوندي.

(21) Dysmenorrhoea: هن قسم جا سور عورت کي حيض (Menses) اچڻ کان ٿورو اڳ ۾ يا دوران ٿيندا آهن، جنهن جو سبب ماهواري يا ڪا زناني بيماري هوندي آهي.

(22) Expulsive pains: هن قسم جا سور حمل واري عورت کي حمل دوران پوندا آهن، تنهنڪري هنن سورن کي ٻئي مرحلي جا سور بہ چوندا

آهن. هنن سورن جي ڪري ٻار اصل مادري رستي جي اچي منهن ۾ بيهندو/ پوندو آهي. هي سور بہ فطري آهن. ڪا بيماري ڪانہ هوندي آهي.

(23) False pains: حمل واري عورت کي حمل جا ڪوڙا بہ سور پوندا آهن. جيڪي ويم جي سچن/حقيقي سورن ساڻ مشابهت رکندا آهن. هنن سورن جي ڪري عورت جي جنمي عضون ۾ اعصابي تنتي سور پوندو آهي يا ڪڏهن ڪڏهن ٻار جي پراءِ/ وزن (Pressure) ڪري سور پوندو آهي. ويم جا ڪوڙا سور، ويم جي سچن/حقيقي سورن جي ابتڙ لاڳيتا پوندا آهن.

(24) Fulgurant pain: هن قسم جا سور اکين ۾ پوندا آهن. جيڪي چمڪندڙ برقي شين جي روشني يا اولڙي (Reflexion) جي ڪري پوندا آهن.

(25) Gas pain: هن قسم جو سور معدي يا پيٽ ۾ پوندو آهي. جنهن جو سبب معدي يا پيٽ ۾ پرتي (Distention) ۽ ريح گڏ ٿيڻ آهي. تنهن ڪانسواءِ هن قسم جو سور دل، دماغ ۽ عورت جي جنمي عضون ۾ ريح گڏ ٿيڻ ڪري پوندو آهي.

(26) Girdle pain: هن قسم جو سور چيلهہ وٽ پٺيءَ جي ڪنڌي (Spine) يا پٺيءَ جي ڪنڌي جي مهرن (Vertebrae) ۾ ۽ چيلهہ جي هيٺين حصي 'چترن' (Buttocks) ۾ پوندو آهي. جنهن جو سبب رت جي رڳن ۾ رت جي گهٽ رواني (Ishemia) ۽ مشڪن ۾ اعصابي سور (Neuralgic pain) هوندو آهي.

(27) Growing pain: هن قسم جو سور جوانيءَ جي ڏينهن ۾ مريض جي لڱن (Limbs) ۾ پوندو آهي، جنهن جو سبب جوانيءَ جي تڪڙي واڌ (Rapid growth) هوندي آهي. هن قسم جو سور اعصابي (Neuralgic) هوندو آهي، جيڪو هر هر Recur مريض جي مشڪن (Muscles) ۾ پوندو آهي.

(28) Hetrotopic pain: هن قسم جو سور ڪنهن بيماريءَ ۾ ورتل عضوي ۾ هجي، پر سور جي زور ڪري اوسي پاسي وارا عضوا بہ سور ۾ ونجي ويندا آهن. هن قسم جي سور کي 'رجوعاتي سور' (Refered pain) بہ چئبو آهي.

(29) Homotopic pain: هن قسم جو سور ڪنهن بہ عضوي ۾ ڌڪ لڳڻ جي ڪري يا ڦٽ واري هنڌ ۽ عضوي ۾ سور ٿئي. هن قسم، جي سور کي ڌڪي يا زخمي سور (Traumatic pain) بہ چئبو آهي.

(30) Hunger pain: هن قسم جو سور بک لڳڻ ڪري يا معدي جي خالي هجڻ ڪري پوندو آهي، جنهن جو سبب معدي جي هاضمي جي خرابي هوندو آهي.

(31) Intermenstrual pain: هن قسم جو سور عورت کي ماهواري/ حيض (Menses) دوران عورت جي جنمي عضون (Reproductive organs) ۾ پوندو آهي.

(32) Jumping pain: هن قسم جو سور هڏن ۽ سنڌ جي جوڙن (Joints) ۾ ۽ خاص ڪري هڏن جي مٿان واري ڪُرڪٽي هڏيءَ جي تهہ (Cartilage) ۾ ڌڪ لڳڻ (Traumatic) ڪري ڌڪ وارو هنڌ چلجي پوڻ جي نتيجي ۾ پوندو آهي.

(33) Labour pain: هن قسم جو سور ڳورهاري عورت کي هٿ پير لهڻ (Parturition) وقت، ڳيپرڻ جي ڪوئجڻ (contraction) ڪري ٿيندو آهي.

(34) Neuralgic pain: هن قسم جو سور جسم جي ڪنهن بہ حصي، عضوي، مشڪن ۽ اعصابن (تنتن) ۾ سوج، سور ۽ ساڙي (Inflammation) جي ڪري پوندو آهي.

(35) Phanton limb pain: هن قسم جو سور جسم جي ڪنهن بہ حصي جي جراحيءَ (Surgary) ڪري ڪپي ڇڏڻ (Amputated) ڪانپوءِ انهيءَ ڪپيل حصي واري جاءِ تي سور ٿئي ٿو.

(36) Posprandial pain: هن قسم جو سور ڪاڌي کائڻ ڪانپوءِ پيٽ ۾ پوي ٿو.

(37) Pre-monitory pain: هن قسم جا سور ڳورهاري عورت کي پير لهڻ (ويم) کان اڳ ۾ سچن سورن جي شروع ٿيڻ سان ڳيپرڻ (ٻچي دانيءَ) جي هلڪي (Mild) ڪوئجڻ ڪري ٿيندا آهن.

(38) Psychic pain: هن قسم جو سور ذهني پريشانيءَ ڪري، اداسيءَ ڪري يا نفسياتي اثر ڪري مٿي ۾ پوي ٿو.

(39) Rest pain: هن قسم جو سور هيٺين عضون، خاص ڪري پيرن جي پٺن ۾ لاڳيتو باهہ وارو سور ٿيندو آهي، جيڪو سور ليٽڻ سان يا آرام ڪرڻ سان مانو ٿئي ٿو. هن سور جي ٿيڻ جو سبب هيٺين عضون کي رت گهٽ ملڻ (Ishemia) ڪري ٿيندو آهي.

(40) Psychogenic pain: هن قسم جو سور جسم ۾ نفسياتي اثرن ۽ بيمارين ڪري پوندو آهي.

(41) Rheumatism (p.s): هن قسم جو سور جسم جي ڪنهن نہ ڪنهن سنڌ (Joint) ۾ هوندو آهي، جيڪو سنڌن جي اعصابن (تنتن) ۽ مشڪن ۾ سور ۽ سوج (Inflammation) جي ڪري پوندو آهي.

(42) Starting pain: هن قسم جو سُور ننڊ ۾ جسم جي مشڪن ۾ رکي رکي سُور پوڻ ڪري (Spasmodic pain) پوندو آهي.

(43) Sunlight pain: هن قسم جو سور مٿي ۾ سج جي روشنيءَ ۽ گرميءَ سان گڏ پوندو آهي. جيئن ئي سج اڀرندو آهي تہ مٿي ۾ سور شروع ٿيندو آهي، جنهن ۾ واڌ سج جي روشني ۽ گرمي وڌڻ سان لاڳاپيل هوندي آهي. جيئن سج لهڻ وارو هوندو تہ مٿي ۾ سور گهٽ ٿيندو ويندو آهي ۽ سج لهڻ ڪانپوءِ سور مانو ٿي، لهي ۽ ڇڏي ويندو آهي. هن قسم جي سور کي سنڌ ۾ عام لفظن ۾ 'سجاوتيءَ جو سور' سڏيو ويندو آهي.

**سور جا قسم (Types of pain)**: هي سورن جا احساس آهن: (1) Beating pain، ڌڪ لڳڻ، هٽڻ وارو سور، (2) Boring pain، سل يا سوراخ ڪڍڻ وارو سور، هن سور کي Terebrant pain بہ چئبو آهي. (3) Bruised pain: رهڙ ڏيڻ يا چلڻ وارو سور، (4) Burning pain، باهہ وارو يا ساڙي وارو سور، (5)Congestive pain، گهٽ يا ٻوسٽ واروسور،

(6) Constructive pain: سيٽ وارو يا سيڙجڻ وارو سور، يعني ڪنهن عضوي يا جسم جي هنڌ جي سيڙجڻ ڪانپوءِ سور ٿئي. (7)Cramping pain، آڪڙ وارو سور، يعني ڪنهن عضوي جي آڪڙجي وڃڻ ڪانپوءِ سور ٿئي. (8)Cutting pain، ڪپڻ وارو يا ڪپ ۽ وڍ وڃڻ وارو سور، (9) Digging pain، ٻَٽَ وارو يا کوٽڻ وارو سور، (10) Distensive pain، ڇڪ وارو يا ڇڪ ڏيڻ وارو سور، يعني ڪنهن عضوي کي يا جسم جي هنڌ کي ڇڪ اچي، ان ڪانپوءِ سور ٿئي، هن قسم جي سور کي 'Dragging pain' به چئبو آهي. (11) Drawing pain، ڍوهه وارو سور، (12) Darting pain، نيزي يا ڀالي لڳڻ جهڙو سور، هن سور کي 'Lanciating pain' به چئبو آهي. (13) Excrucating pain، آزاريندڙ، اذيت ڏيندڙ، عذاب ڏيندڙ ۽ پريشان ڪندڙ سور، هن قسم جي سورن لاءِ لفظ Violent pain به ڪتب ايندو آهي. (14) Gripping pain،جنبو ڪتل سور، يعني اهڙو سور جنهن ۾ مريض کي اهو احساس (Sensation) ٿئي ته ڪيس سورواريءَ جاءِ تي سور جي ڪري جنبو ڪتل هجي. (15) Hammering pain، هٿوڙا لڳڻ وارو سور، هن قسم جو سور گهڻي پاڳي مٿي ۾ پوندو آهي. (16) Intermittent pain، رکي رکي سور پوي، يا ڄُلبي سان سور پوي، هن قسم جي سور کي Spasmodic pain به چئبو آهي. (17) Neuralgic pain، عصبي، اعصابي، تنتن يا رڳن ۾ سور پوي، هن قسم جو سور جڏهن اکين ۾ پوندو آهي ته اسان وٽ سنڌ ۾ هن کي 'اکين جو لوطي سور' سڏيندا آهن. (18) Piercing pain، چيڻ وارو يا ڇپڪي وارو سور، (19) Pressing pain، دٻائڻ وارو يا چيپاڻڻ وارو سور، (20) Pulsating pain، ڌنوڻ وارو سور، (21) Pushing pain، زور ڏيڻ وارو، ڌڪ وارو سور، اڳتي ريڙهيندڙ سور، (22) Rheumatic pain، سنڌن يا جسم جو وائي بادي سور، اسان وٽ سنڌ ۾ هن قسم جي سور کي 'وائي بادي سور' سڏيندا آهن. (23) Shifting pain، ڦرندڙ گهرندڙ ۽ جايون مٽائيندڙ سور، هن قسم جي سور کي (Wandering pain) به سڏبو آهي. (24) Shock pain، اوچتو جهٽڪو ڏيندڙ سور، هن قسم جو سور صدمي ۾ پوندو آهي. (25) Shooting pain، گولي لڳڻ يا تير لڳڻ جهڙو تيز سور، (26) Sore pain، ڏوکي وارو يا ڪڙهندڙ 'ڪاڙهي وارو' سور، (27) Squzezing pain، پيڙا وارو، يعني پيڙيندڙ سور، هن قسم جي سور کي (Squqqze pain) به چئبو آهي. (28) Stabbing pain، گهاوَ ڏيندڙ، يا ڇهڪ ڏيندڙ سور، (29) Sticking pain، لٺ يا ڏڪو لڳڻ وارو سور، (30) Stings pain، ڏنگ لڳڻ وارو سور، (31) Tearing pain، ڦاڙڻ يا ٽڪرا ڪرڻ وارو سور، (32) Throbbing pain، ڌڪي، يا ڌڌڪي وارو سور، (33) Twisting pain، ٻيٽو ڪرڻ، يا موڙڻ وارو سور، (34) Twitching pain، جهٻي ڏيڻ، ڇڪ ڏيڻ، سٽ ڏيڻ وارو سور وغيره.

سورن جو ذڪر شاهه لطيف پنهنجي شاعريءَ ۾ هن ريت ڪيو آهي:

مٺ مٺ سُورن سپ کهين، ڪانهي سورن ڏار،
ڏنا جي ڏاتار، سي مون جهوليءَ پائي جهليا.

**(پ) سُور جو اثر ڪيئن مائو ٿي/ ڇڏي وڃي ٿو؟ (Relief of Pain):** جيئن مٿي ڄاڻايو ويو آهي ته درد جو احساس خابرو تنتن جي پڇڙين (Sensory Nerve Endings) ۾ اُڀري ٿو ۽ اُهو درد جو احساس انسان (توڙي جانور جي) وڏي دماغ (Cerebrum) جي تنتي سرشتي جي مرڪز (Central nervous system/ CNS) تائين پهچي، انسان کي عليل ڪري وجهي ٿو. ان سور جي احساس کي تڪڙو مائو ڪرڻ يا سور مڪمل ڇڏائڻ لاءِ علاج طور مختلف قسمن جون Palliative drugs ۽ Analgesic drugs موجود آهن، جيڪي پنهنجن پنهنجن طريقن ۽ خاصيتن جي آڌار تي سور کي مائو به ڪن ٿيون ۽ سور کي لاهين به ٿيون.

انهن خاص طريقن کي هتي بيان ڪجي ٿو:

**مالش ڪرڻ (Local application):** مالش وارين دوائن ۾ اهڙو اثر هوندو آهي، جو سور واري جاءِ تي هٿڻ/ مالش ڪرڻ سان ڪنهن ڌڪ يا رهڙ (bruised) جي نتيجي ۾ خابرو تنتن جي پڇڙين ۾ پيدا ٿيندڙ سوج ۽ سور (inflammation) کي ترت مائو ٿي سگهي ٿو ۽ سور ختم به ٿي سگهي ٿو.

**سُن (Numb) ڪرڻ (Local anaesthetics):** سور واري هنڌ کي وقتي طرح دوائن وسيلي سُن ڪرڻ، جيئن سور جو احساس وڏي دماغ جي تنتي سرشتي جي مرڪز (CNS) تائين نه پهچي. هن قسم جون دوائون گهڻو ڪري رانديگرن کي ڌڪ لڳڻ واريءَ جاءِ تي وقتي طرح سور کان ڇڏائڻ لاءِ اسپري ذريعي هنيون وينديون آهن، جنهن ۾ گهڻو ڪري ايٿر (Ether) ڪتب ايندو آهي. ان کان سواءِ هن قسم جون دوائون ننڍي آپريشن (Minor Operation) لاءِ لاڳاپيل جاءِ کي سُن ڪرڻ لاءِ مٿان هنيون وينديون آهن، جيئن آپريشن واري جاءِ وٽ سور نه ٿئي. اهڙيءَ طرح ڏندسازيءَ (Dentistry) ۾ ڏندن جا ڊاڪٽر، ڏند يا ڏاڙ ڪڍڻ لاءِ Lidocaine انجيڪشن جو استعمال ڪيو ويندو آهي، جيئن ڏند ڪڍڻ وقت مريض کي سُور نه ٿئي.

**بندش واريون دوائون (Preventive Drugs):** سور جي احساس کي روڪڻ لاءِ ڪافي اهڙيون به دوائون آهن، جن جي واپرائڻ سان سور جي احساس کي خابرو تنتون وڏي دماغ جي تنتي سرشتي جي مرڪز تائين پهچڻ نه ڏينديون آهن ۽ سور جي احساس/ پيغام کي مستطيل دماغ (Medulla Oblangata) وٽ جهلي/ گهٽ ڪري ڇڏينديون آهن. تنهنڪري سور جو احساس نه ٿيندو آهي.

**اوجن جون دوائون (Tissues Drugs):** سور لاهڻ جون ڪجهه اهڙيون دوائون آهن، جيڪي سنئون سڌو وڏي دماغ جي تنتي سرشتي ۾ موجود اوجن (Tissues) کي بي حس بڻائي سور جو احساس ٿيڻ نه ڏينديون آهن. هن قسم جون دوائون (انجيڪشنون) وڏي آپريشن (Major Operation) ۽ ڌڪ لڳڻ ڪانپوءِ ۽ گهڻين جسماني بيمارين ۾ ٿيندڙ سور کي مائي ڪرڻ يا لاهڻ لاءِ ڪتب اينديون آهن.

**سوراج** (اخبار): هيءَ روزاني اخبار ٻلديو تارا چند گاجرا، 1918ع ڌاري شڪارپور مان جاري ڪئي، جنهن جو ايڊيٽر ۽ باني بہ پاڻ هو. هيءَ اخبار ديوي پرنٽنگ پريس شڪارپور مان سنڌيءَ ۾ ڇپائي ويندي هئي. ان دؤر ۾ شڪارپور ۾ هيءَ پهرين روزاني اخبار هئي، جنهن کي خاص اهميت حاصل هئي. شڪارپور ڪانسواءِ لاڙڪاڻي، جيڪب آباد ۽ سکر ضلعن ۾ هن اخبار جا نمائندا مقرر هئا. هن اخبار جي شروع ۾ قيمت هڪ ٽڪو هئي، جيڪا پوءِ وڌائي هڪ آنو مقرر ڪئي وئي. اخبار شام جو ٽين بجي ڇپائي ويندي هئي. اخبار ۾ سياسي، سماجي ۽ ادبي موضوعن تي خبرون ۽ مضمون شامل هوندا هئا. هيءَ اخبار 'آل انڊيا ڪانگريس' جي خاص نمائنده اخبار ليکي ويندي هئي، جيڪا 1947ع تائين جاري رهي ۽ ان ڪانپوءِ بند ٿي وئي. هيءَ اخبار پنهنجي دؤر جي مقبول ترين اخبار هئي. هن اخبار جون پهريان 500 ڪاپيون شايع ٿينديون هيون، بعد ۾ اڳتي هلي هزار کان وڌي ويون. هن اخبار کي پنهنجي دؤر ۾ ڪافي اهميت حاصل رهي، جنهن ۾ حيرت انگيز سرخيون ڏنيون وينديون آهن. هن اخبار پڙهندڙن ۾ ڪافي مقبوليت ماڻي.

**سوراج پرڪاش** (رسالو): هي ماهوار رسالو حڪيم سخي سنگهہ ٺاڪرداس، پهرين فيبروري 1916ع کان شڪارپور مان ڇپائي پڌرو ڪيو. هن رسالي جو ايڊيٽر اصل ڳوٺ پير بخش پنوجو رهاڪو هو. هن رسالي جون 3 سئو ڪاپيون نڪرنديون هيون. هي رسالو 1917ع تائين باقاعده شايع ٿيندو رهيو، بعد ۾ بند ٿي ويو.

**سوراج پرڪاش گُپتا**: هندستان جي نامياري محقق، عالم، آثار قديمہ ۽ فن تاريخ جي هن ماهر جو جنم 1931ع ڌاري ٿيو. ننڍپڻ ۾ هي راشٽريا سوايم سيوڪ سنگهہ جو ميمبر ٿي رهيو. هن سنڌو تهذيب جي هندستان ۾ مختلف ماڳن تي تمام گهڻي کوجنا ڪئي ۽ انهن ماڳن جي کوٽائيءَ ۾ حصو پڻ ورتائين. هندستان جي فن تاريخ تي کيس دسترس حاصل هئي. هندستان جا آثارِ قديمہ، قديم فن ۽ تهذيب سنڌس دلچسپيءَ وارن موضوعن ۾ شامل هئا، جن متعلق دنيا جي 30 کان وڌيڪ ملڪن جي درسي ادارن ۾ خطاب/ ليڪچر ڏنائين. کيس ڪيترائي سونا ٻلا ۽ اوارڊ مليا.



1984ع ڌاري بي. بي لال (B. B. Lal) جي گڏيل تحقيق تي مشتمل ڪتاب Frontiers of the Indus Civilization، هندستاني آثارِ قديمہ سوسائٽيءَ طرفان نئين دهليءَ مان ۽ 1995ع ۾ The Lost Sarasvati and the Indus Civilization جوڌپور مان شايع ٿيا. هندستان جي سائنس، فلسفي، تهذيب ۽ ثقافت جي تاريخ جي حوالي سان گپتا جو تحرير ڪيل ڪتاب 'The Dawn of Civilization'، جيڪو سال 1999ع ۾ Centre for Studies in Civilization پاران نئين دهليءَ مان شايع ٿيو هن هندستاني آثارِ قديمہ سوسائٽيءَ پاران شايع ٿيندڙ خاص تحقيقي جرنل 'پورا تتوا' جي مختلف شمارن ۾ ايڊيٽر طور ڪم ڪيو. ڪجهہ وقت الهہ آباد ميوزيم ۾ ڊائريڪٽر جي عهدي تي فائز رهيو. سنڌو تهذيب بابت مٿئين اهم ڪتاب کان سواءِ سندس مشهور ڪتابن ۾ هيٺيان شامل آهن:

(1) Disposal of the Dead and Physical Types in Ancient India, (1971),
(2) Tourism, Museum and Monuments, (1975).
(3) Archaeology of Soviet Central Asia and the Indian Border Lands, Two Volumes, (1978).
(4) The Roots of Indian Art, (1980).
(5) Cultural Tourism in India (2002)
(6) Elements of Indian Art: Including Temple Architecture, Iconography and Iconometry.

هندستان ۾ The Indian History and Culture Society نالي تحقيقي ادارو قائم ڪرڻ جو اعزاز بہ کيس حاصل آهي. آثارِ قديمہ جي ماهر ۽ مؤرخ طور هندستان ۾ کيس نمايان حيثيت حاصل آهي. هن جي قابليت ۽ خدمتن عيوض کيس ڪيترائي اوارڊ ۽ گولڊ ميڊل بہ مليا آهن، جن ۾ خاص طور Sir Mortimer Wheeler Prize for Excellence in Archaeology ۽ مڌيہ پرديش رياست جي حڪومت پاران آثارِ قديمہ تي تحقيق ۽ والهانہ وابستگيءَ جي بنياد تي پهرئين 'ڊاڪٽر وشنو شريڌر واڪنڪر نيشنل اوارڊ' سان نوازيو ويو.

هن نامياري محقق ۽ تاريخدان 2007ع ۾ وفات ڪئي. وفات کان ڪجهہ وقت اڳ هندستاني آثار قديمہ سوسائٽيءَ جو چيئرمئن ٿي رهيو.

**سُوراهہ**[1] (ديھہ): تعلقي ناري، ضلعي خيرپور ميرس جي هڪ ديھہ، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

سوراهہ، لعل بخش پرڳڙي، محبت خان نظاماڻي، شادي خان ميربحر، علي محمد رڏ، ارباب علي رڏ، باغ علي رڏ، محمد شاهہ نظاماڻي، ياسين رڏ، جمال الدين ملاح، الاهي بخش پنهيار، باقر شاهہ، ڪوڙل نظاماڻي، صحبت خان نظاماڻي، واڻڊ چنا، واڻڊ پاتا، واڻڊ پنجل شر، خير محمد پاتو، واڻڊ تڳيل پرڳڙي، واڻڊ غلام قادر پاتو، لائق علي پرڳڙي، جان محمد پرڳڙي، نواب خان پرڳڙي، عالم خان پرڳڙي ۽ واحد بخش پنيرو.

**سُوراهہ**[2] (ديھہ): هي تعلقي ڪنڊڪوٽ، ضلعي ڪنڌڪوٽ- ڪشمور جي هڪ ديهہ، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

جيومل هندو، عبدالواحد، بخشڻ چاچڙ، ملا محمد صالح، پانڌي چاچڙ، ميرل ڪوسو، اسدالله جکراڻي، يار محمد، شرف الدين، مينگل چاچڙ، بادل فقير، درگاهي چاچڙ، ناصر محمد گولو ۽ جام ناصر چاچڙ.

**سوراهه واهه:** هي واهه سما حڪومت جي دؤر ۾ ڄام نظام الدين عرف ڄام نندي کوٽرايو. جيڪو سيوهڻ کان 38 ميل ۽ ڄبلن کان 32 ميل پري بوبڪ پرڳڻي ۾ هو. هن واهه کوٽرائڻ جو خاص مقصد نيرون ڪوٽ پرڳڻي مان ڄبلن جو پاڻي ڏِندين طرف پهچائڻ هو. ڄام نظام الدين پنهنجي وزير ڇاڳلا ۽ درياهه خان کي هي واهه کوٽائڻ لاءِ خاص ذميواري ڏني، جن هي واهه کوٽرائي منڇر ۾ پاڻي پهچائڻ سان گڏ علائقي جي ڪيتري ئي زمين کي پوکي لائق بڻايو. هن واهه جي کوٽجڻ سبب منڇر جو اترين پاسو ڳاهن جا مختلف قبيلا ۽ ڏکڻ وارو پاسو بوبڪن جا ماڻهو آباد ڪندا هئا. هن واهه جي کوٽائي بعد بوبڪن جي آسپاس جي رهواسين ۾ وڏي خوشحالي آئي. بنجر زمينون آباد ٿيون.

**سورٺ** (سُر): شاهه لطيف جي رسالي ۾ سورٺ هڪ سُر جو نالو آهي. ڊاڪٽر گربخشاڻيءَ جي لکت موجب: 'سورٺ' سنسڪرت لفظ سوراشٽر جي بگڙيل صورت آهي، جنهن جي معنيٰ آهي 'عُمدو مُلڪ'. اهو پڻ مجيل آهي ته سورٺ هڪ راڳڻي آهي، جيڪا 'ديس' راڳ کان آڳاٽي آهي يا نه، پر سمجهه ۾ اچي ٿو ته سورٺ جي داستان جي ڪري راڳڻيءَ تي سورٺ نالو پيو هوندو.

سورٺ جا ٻه حوالا ۽ حيثيتون مستند آهن: هڪ سورمي 'سورٺ' ۽ ٻيءَ راڳڻي 'سورٺ'، جيڪا هندستاني راڳ مالا ۾ موجود آهي.

ڊاڪٽر گربخشاڻيءَ لکيو آهي ته ڪاٺياواڙ جي ڏاڪٽي ضلعي کي 1931ع تائين سورٺ جي نالي سان سڏيو ويندو هو، جتي ٻه مختلف قصا مشهور ٿيا: (1- الف) راءِ ڏياچ جو ڪاٺياواڙي قصو، (1-ب) راءِ ڏياچ جو سنڌي قصو (2) راڻڪ ديويءَ جو قصو.

راءِ ڏياچ جي داستان جي بُنيادي اهڃاڻن ۾ شاهه لطيف ۽ ٻين صوفي شاعرن خاص نُڪتي يعني 'راءِ ڏياچ جو سر ڏيڻ' کي بيان ڪيو آهي. قصي جا ٽي ڪردار: ڏياچ، ٻيجل ۽ سورٺ ڄاڻايا ويا آهن (ڏسو: **سورٺ راءِ ڏياچ**).

هي داستان راڳ سان لاڳاپيل آهي، ٻيجل راڳ جي عيوض راءِ ڏياچ کان سر گُهريو، جيڪو راءِ ڏياچ ڏنو. ان ڪري شاهه لطيف هن سُر ۾ راڳ ۽ ساز سان واسطو رکندڙ ڪيترا لفظ جهڙوڪ: چنگ، راڳ، مڱڻهار، ساز، ربابي، قوال، ڪماچ، تند، تنوار، ڄاجڪ، عطائي، ڪينرو، ڪيرت، ٻارٽ، راڳائي، وائي، ميراثي، سُرندو، ياٽ، صدا، رون رون، چارڻ ۽ وڏاڻ وغيره ڪم آندا آهن. ان ۾ ڪو شڪ نه آهي ته سورٺ هندستاني راڳ مالا جي هڪ راڳڻي آهي، جيڪا ڪماچ ٺاٺ مان آهي. ڪلاسيڪي راڳن جي بنيادي تقسيم موجب انهن کي ڇهن مول راڳن ۾ ورهايو ويو آهي، جن جي استاد محمد رضا خان انهن جي نئين تقسيم ڪري انهن کي ڏهن ٺاٺن ۾ ورهايو آهي. استاد محفوظ کوکر ان جي تقسيم ٻيهن ٺاٺن ۾ ڪئي آهي. سورٺ راڳڻي ڪماچ ٺاٺ سان واسطو رکي ٿي. هن راڳڻيءَ ۾ ٻئي نکاد ۽ باقي سڀ سر شڌ آهن. گنڌار برجت ۽ آروهي ۾ ڌيوت به برجت آهي.

- قِسم: اوڊو- ڪاڊو (5-6)
- وادي سُر: رکب
- سموادي: ڌيوت

قاضي ظهورالحق لکي ٿو ته منهنجي خيال ۾ سموادي سُر نکاد هُجڻ کپي، جو ڌيوت ته آروهي ۾ برجت آهي، اُن ڪري سموادي نه ٿيندو.

- ڳائڻ جو وقت، رات جو ٻيو پهر.
- خاص تان: ساري ماپا ڌا پاما ۽ سا.
- آروهي: ساري ماپا ني سا.
- امروهي: ساني ڌا پاماري سا.

ڪيفيت، هن راڳڻيءَ جي شروع ڪرڻ جو سُر مڌم آهي ۽ خاتمي وارو سُر رکب. اروهيءَ ۾ شد نکاد ۽ امروهيءَ ۾ ڪومل نکاد ڪم آڻبو آهي. جيئن: سا ري ما پا ني سا ري سا ني ڌا ما ري ني سا.



هن راڳڻيءَ ۾ مَڌم کان رکب جي ميڊ خوبصورت لڳندي آهي، اُها ئي هن کي ديس کان جدا ڪري ٿي. ديس جي آروهيءَ ۾ گنڌار به ڪم اچي ٿو. قاضي ظهورالحق لکي ٿو ته هيءَ راڳڻي مارواڙ ۾ وڏيڪ مقبول آهي. ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ پنهنجي تصنيف، 'سنڌي موسيقيءَ جي مختصر تاريخ' ۾ سورٺ جي پرک ڪندي لکيو آهي. 'ڄڻ ديس'. 'راڳڻي ديس'، جنهن جي سورٺ سان تمام ويجهڙائي آهي. ان حد تائين جو جي ڳائي ويندي ته سورٺ ڄاڻڻ وارو ان کي سورٺ ئي سمجهندو. هڪڙو باريڪ فرق آهي، جنهن کي فن جا استاد ئي محسوس ڪري سگهن ٿا. ديس جو تفصيل هن ريت آهي:

ديس ڪماچ ٺاٺ جي هڪ راڳڻي آهي. هن ۾ ٻئي نکاد باقي سُر شڌ آخر آروهيءَ ۾ گنڌار ۽ ڌيوت برجت آهن:

- قسم: اوڊو- سمپورڻ (5-7).
- وادي سُر، رکب

سورٺ (سُر)

- سموادي، نکاد
- ڳائڻ جو وقت: اڌ رات
- خاص تان، ما پا ني گاما گا ري سا ني s سا...
- S نشان اڳ ۾ آيل سُر کي ڏگهو ڪرڻ جو آهي.
- آروهي: سا ري ماپاني سا.
- امروهي: ساني ڌا پاما گاري ني سا.

ڪيفيت: اُستاد هن لاءِ تنبيهه ڪن ٿا ته هيءَ راڳڻي ديس ۽ سورٺ سان مشابهه آهي، اُن ڪري تمام توجهه سان ’ديس‘ ۽ سورٺ کي هڪٻئي کان ڌار ڪري سگهبو آهي.

سورٺ جي ڪلاسيڪي انداز ۽ وصف ڪانپوءِ سورٺ جي شاهه جي راڳ ۾ حيثيت کي ڏسجي ته ڳائڻ جو بنياد آواز ۽ آلاپ سان آهي. اهوئي راڳ آهي ۽ ان جا اصول آهن. شاهه جي راڳ جي ڪلاسيڪل سان ڪيتري ويجهڙائي آهي. اُن تي بهترين ڪم ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ پنهنجي ڪتاب ’سنڌي موسيقيءَ جي تاريخ‘ ۾ ڪيو آهي. هن ڏس ۾ ڊاڪٽر صاحب غلام شاهه پٺاڻيءَ ۽ استاد منظور علي خان جي مدد سان رسالي جي ڪن راڳن ۽ راڳڻين کي آمهون سامهون ڀِڙائي، ان جا آروهه، امروهه مقرر ڪيا آهن ۽ ڪٿي برابري نظر نه آئي آهي ته اتي شڪ شبهو به ظاهر ڪيو ويو آهي. پڪو راڳ هڪ اهڙو نظام آهي، جنهن ۾ ائين ڪڏهن به نه چئبو ته هي راڳ هن کي ويجهو آهي يا جهڙو ڪر هيءَ راڳڻي هُن وانگر آهي، نه بلڪل نه. جيئن ٻه ۽ ٻه چار آهن، تيئن رياضيءَ جو حساب آهي. تال راڳ جي هن نظام تي ڄڻ چوڪسيءَ جو ڪم ڪري ٿو.

شاهه جي فقيرن جي ڳايل سورٺ جي گائڪي هوبهو ڪلاسيڪل آهي، پر ڪلاسيڪل ۽ شاهه جي راڳ جي طرز علحده آهي، اُها جدا ڳالهه آهي باقي راڳڻيءَ ۾ فقيرن وٽ ۽ ڪلاسيڪل يا سورٺ کي ڪافيءَ جي انداز ۾ ڳائڻ ۾ ڪو به فرق ڪونهي، ڪي فقيرن جا ٻيا سلسلا پنهنجي پر ۾ ممڪن آهي بيت جي آلاپ توڙي وائيءَ ۾ فرق ڪري ويندا هجن. اهو سندن تعليم ۽ تربيت تي منحصر آهي. جڏهن ته شاهه جي راڳ توڙي سورٺ جي ڪلاسيڪي صورت ۾ آروه- امروه هڪ ئي آهي.

’سُر سورٺ‘ شاهه جي رسالي جي سيني سرن ۾ نهايت منفرد، معنيٰ خيز ۽ اهميت وارو سر آهي، هي سرجتي راڳ، ان جي ماهيت ۽ تاثير سان تعلق رکي ٿو اُتي ان جو بنيادي لاڳاپو سنڌ جي ان تاريخي داستان سان آهي، جيڪو ڏياچ، ٻيجل، سورٺ ۽ انيراءِ جي گرد ڦري ٿو

سر سورٺ تي مذهبي توڙي روحاني راز جي سلسلي ۾ گذريل پنجاهه سٺ سالن کان اسان جي لائق لکندڙن گهڻو ڪجهه لکيو آهي، جن مان هرهڪ صاحب جو پنهنجو نقطه نظر ۽ خيال آهي، جڏهن ته ڪجهه ڏاهن کان محمد پناهه ڦرڙي، معمور يوسفاڻي، تنوير عباسي ۽ محمد حسين ڪاشف نئين رخ ۽ انداز سان لکيو آهي.

عالمن ۽ سالڪن ۾ پهريون شخص ’غلام محمد خانزئي‘ آهي، جنهن شاهه جي رسالي جي سرن ۾ آيل ڪناين ۽ اشارن جي معنيٰ کي ’منهاج العاشقين‘ نالي ڪتاب ۾ بيان ڪيو آهي. غلام محمد خانزئيءَ جي شاهه جي ڪلام جي ڪردارن ۽ روين جي ڪناين کي بيان ڪرڻ وارا نقطا، شاهه جي شارحن ۽ ان جي ڪلام تي لکندڙن جي ذهنن تي حاوي رهيا. انهن مان جڏهن به ڪنهن شاهه تي لکيو ٿي ته ان خانزئيءَ جي انهن بيان ڪيل ڳالهين مان استفادو ڪيو ٿي، ڊاڪٽر گربخشاڻي، علامه دائودپوٽي، غلام محمد شاهواڻيءَ توڙي ٻين جن وٽ شاهه لطيف جي روحاني رمز آشنائيءَ جي سلسلي ۾ توري گهٽي ڦيرگهير سان ساڳيو غلام محمد خانزئيءَ وارو بيان ڪيل خيال نظر اچي ٿو. جڏهن ته ڊاڪٽر شيخ محمد ابراهيم خليل، پروفيسر علي نواز جتوئي ۽ رشيد احمد لاشاريءَ وٽ هن قصي مان مراد معراج جو واقعو ۽ امن جي بخشش گهرڻ مقصود آهي. ڊاڪٽر بلوچ صاحب رسالي جي جلد پنجين ۾ سورٺ جي بيان ۾ داستان هئي ۽ تئين کي معراج واري واقعي سان منسوب ڪيو آهي. ان ڪانسواءِ سنڌ ۾ منگتن ۽ ڏان ڏيڻ وارن جي رسم به وٽن مذڪور آهي.

محمد حسين ڪاشف پنهنجي لطيفي مقالن واري ڪتاب ’ڪنڌيءَ ڪونئڙ تڙن‘ ۾ ’چارڻ ٻڌا چنگ کي‘ عنوان هيٺ هنن نقطن جو ذڪر ڪيو آهي:

(1) سر سورٺ ۾ اهڙا بيت آهن، جيڪي سنڌ جي هن مشهور نج تاريخي قصي ’سورٺ ۽ راءِ ڏياچ‘ سان تعلق رکن ٿا، جن ۾ سخا جي سماجي اهميت ۽ ڏان ڏيڻ جي رسم ۽ مشڪل ڪان مشڪل گهر کي به پورو ڪرڻ فرض تصور ڪيو آهي، جنهن سان ڏاتار، اُن جي سخا، ٻيجل جيڪو سز جو سيڪڙو آهي ۽ انيراءِ جو مذڪور سلهاڙيل آهي.

(2) ڪي بيت سلسلهء نبوت، مقامِ نبوت، حضور پاڪ صلي الله عليہ وسلم جن جي شان ۽ سندس اعليٰ مقام کي بيان ڪن ٿا.

(3) ڪي بيت معراج جي واقعي ۽ ان مقام ڪبريائيءَ کي بيان ڪن ٿا.

(4) ڪي بيت رسول صلي الله عليہ وسلم جن جي وصال (لاڏاڻي) جي سلسلي ۾ آهن.

(5) ڪي بيت دنيا جي خاتمي ۽ وري ان جي ٻيهر وجود ۾ اچڻ يعني آخرت ڪانپوءِ واري منظر کي بيان ڪن ٿا.

(6) ڪن بيتن ۾ عزرائيل جو ذڪر آهي، جنهن سڄي جمار ڇٽ پٽن سان هنيا ۽ اهو پنهنجو پاڻ کي رب جي ذات کي ارپي ٿو

(7) ڪي بيت اهڙا آهن، جن جي سلسلي ۾ ڪا حتمي راءِ ڏئي نٿي سگهجي.

ڊاڪٽر تنوير عباسي هن سُر کي فنڪار، فن ۽ ان جي قدردانيءَ وارن روين تي بيهاري ٿو وٽس ’ري مصلحت مڱڻا‘ جو مفهوم اهو آهي ته مڱڻهار جي مصلحت اها آهي، جنهن کان وقت جون زوراور طاقتون ۽ حڪومتون ڏڄن ٿيون، چوته هن جي مصلحت آهي ’تاج اڇلائي ڏوڙ ۾ ملائڻ‘.

**سورٺ ٽيهو**: مسلم ليگ (ن) سنڌ جي اڳواڻ سورٺ ٽيهو جو اصل نالو سورٺ ٿهيم ڌيءَ محمد عمر ٿهيم آهي. هن دادو شهر ۾ 15



آڪٽوبر 1968ع ۾ جنم ورتو. هن پرائمري تعليم دادوءَ مان حاصل ڪئي ۽ مئٽرڪ گورنمينٽ گرلز هاءِ اسڪول خيرپورناٿن شاهه مان 1985ع ۾ ڏني، هن انٽر گورنمينٽ گرلز ڊگري ڪاليج خيرپورناٿن شاهه مان 1987ع ۾ ڪري ڪانپوءِ بي. اي (آنرز) سنڌ يونيورسٽي ڄامشوري مان 1990ع ۾ ڪئي.

سورٺ ٽيهو، سياست جي شروعات 1990ع ۾ سنڌ نيشنل فرنٽ (ليڊيز ونگ) ضلعي دادوءَ جي صدر جي حيثيت ۾ ڪئي ۽ ٻه سال اُن عهدي تي رهي ڪم ڪيو. جنهن کان پوءِ هن 'سنڌ نيشنل فرنٽ' ڇڏي مسلم ليگ (نواز گروپ) ۾ شموليت اختيار ڪئي ۽ ڪيس مسلم ليگ (ن) ليڊيز ونگ سنڌ جي جوائنٽ سيڪريٽري مقرر ڪيو ويو، جتي 1999ع تائين ڪم ڪندي رهي. هوءَ سال 2000ع کان 2001ع تائين ٻه سال مسلم ليگ (ن) ليڊيز ونگ جي صوبائي صدر رهي. ٻيو ڀيرو 2010ع کان 2011ع تائين ٻه سال سنڌ جي صدر به رهي آهي.

سورٺ ٽيهو 1995ع ۾ ميهڙ جي معروف ليکڪا بيگم بادام ناتوان جي فرزند گلزار احمد ٽيهي سان شادي ڪئي، جيڪو مشهور ڪميونسٽ اڳواڻ مير ٽيهي جو پاءُ آهي.

جڏهن ميان نواز شريف کي گرفتار ڪيو ويو هو ته سندس آزاديءَ لاءِ احتجاج ڪندي هوءَ 1999ع ۾ گرفتار ٿي ۽ جيل وئي. ان کانپوءِ به ٻه ڀيرا هوءَ جيل ۾ رهي آهي، جنهن دوران 2006ع ۾ ڪيس راولپنڊي جيل ۾ رکيو ويو. سورٺ ٽيهو، عدليه جي آزاديءَ واري تحريڪ دوران 2011ع ۾ پارٽي پليٽفارم تان سنڌ ۾ جدوجهد ۽ لانگ مارچ ۾ حصو ورتو. صدر پرويز مشرف جي دور ۾ هن جي ڪوشش سان مسلم ليگ (ن) طرفان اسلام آباد ۾ تعليمي ڪنوينشن ٿيو، جنهن ۾ سنڌ مان وڏي تعداد ۾ عورتون وٺي شرڪت ڪيائين. هن 2010ع جي مهاٻوڏ دوران پارٽي ورڪرن سان گڏجي سنڌ جي متاثر علائقن ۾ ٻوڏ سٽيل ماڻهن کي نه رڳو ٻيڙين ذريعي محفوظ هنڌن تائين پهچايو، پر پنجاب ۽ سنڌ مان ڪاڏي ۽ ضرورت جو سامان پڻ متاثرن کي مهيا ڪيو. اهڙيءَ طرح هن 2012ع واري برسات دوران سنڌ جي متاثرن جي واهر لاءِ پنهنجو ڀرپور ڪردار ادا ڪيو.

سورٺ ٽيهو، سنڌي عورتن سان ٿيندڙ ناانصافين خلاف آواز اُٿاريندي رهي آهي. هن 1996ع ۾ 'عورت اتحاد' نالي هڪ سماجي تنظيم ٺاهي ۽ اُن جي پليٽفارم تان عورتن سان ٿيندڙ ڏاڍاين ۽ ناانصافين بابت هڪ قانوني مسودو تيار ڪري، اُن وقت جي گورنر سنڌ معين الدين حيدر جي حوالي ڪيو. ان کان سواءِ عورتن سان ٿيندڙ ظلمن ۽ زيادتين خلاف روزاني ڪاوش اخبار ۾ ڪالم ۽ مضمون به لکيا ۽ ڪيترا سيمينار ڪرايا. هن سال 2012ع دوران سنڌ اندر 'ٻٽي بلدياتي نظام' خلاف هلندڙ جدوجهد ۾ حصو ورتو ۽ ڪيترن جلسن جلوسن ۾ شريڪ رهي.

سورٺ ٽيهو هڪ بهادر عورت آهي. ڪجهه سال اڳ 1989ع ڌاري جڏهن سندس گهر تي ڌاڙيل لائق چانڊيو جي ٽولي حملو ڪيو ته هن ڌاڙيلن تي جوابي فائرنگ ڪئي، جنهن ۾ ڪجهه ڌاڙيل زخمي ٿي پيا هئا. سورٺ ٽيهو کي ٻه فرزندن ۽ ٻه نياڻين جو اولاد آهي. ان جو مستقل گهر دادوءَ ۾ آهي، پر سندس ڪراچيءَ ۾ به رهائشگاهه آهي.

**سورٺ راءِ ڏياچ (قصو/ داستان)**: سورٺ راءِ ڏياچ داستان جون ٻه روايتون مشهور آهن هڪڙي ڪڇ ڪاٺياواڙ جي روايت ۽ ٻي سنڌ ۾ هلندڙ روايت. ٻنهي روايتن جو تاڃي پيٽو (تر ۽ ٻَر) هڪ واقعي تي ٻڌل آهي. ڪڇ ڪاٺياواڙ جي ڪهاڻيءَ جا تاڻا هن ريت آهن. گجرات ۾ ڪاٺياواڙ جي راجائن جي ناسازي هئي گجرات جا راجڪمار ۽ راجڪماريون گرنار جي تيرٿ تي ويندا هئا ته ڪاٺياواڙ جا راجا هميشه ساڻن بدسلوڪي ڪندا هئا، راءِ دياس (راءِ ڏياچ) جي ڏينهن ۾ گجرات جي راڻي ۽ سندس ڌيءَ گرنار جي تيرٿ ڀيٽڻ لاءِ ويون ته راءِ دياس، مهيني جي مُهلت تي راجڪماري پرڻائي ڏيڻ جو شرط رکيو ۽ تيرٿ جي موڪل ڏني. ان تي گجرات جي راجا ان بيعزتيءَ جي وير وٺڻ لاءِ پالڪين ۾ لشڪر ويهاري جهوناڳڙهه تي حملو ڪيو، جنهن جي نتيجي ۾ راءِ دياس لِڪ ڇُپ ۾ ڪٽنب سميت 'اپرڪوٽ' ۾ اچي اجهو ورتو، اپرڪوٽ جي گهيري کي پورو هڪ سال ٿي ويو پر ڪا به ڪاميابي حاصل نه ٿي ٻيجل نالي چارڻ پنهنجي راجا کي پريشان ڏسي دربار ۾ حاضر ٿيو ۽ چيائين ته 'ڪو چگو چوکو انعام ملي ته دياس جو سِر آڻي اوهان جي قدمن ۾ رکان.' راجا وراڻي ڏني ته قبول آهي ته توکي ان ڪم لاءِ نه فقط مال متاع ملندو، پر دربار ۾ پڻ چگو درجو پائيندين. اها هام هڻڻ ڪانپوءِ ٻيجل چنگ ڪڍي اپرڪوٽ پهتو ۽ چنگ جي الستي آواز تي راجا کي موهي وڌائين، راجا چيس ته گُهر جيڪي گهرڻو اٿئي. ٻيجل هٿ ٻڌي عرض ڪيو ته "آءٌ گهران ته گهٽوئي، پر جي تون اهو ڏيڻ کان انڪار ڪري وجهين ته مفت ۾ گِلا ٿيندئي."

راءِ دياس وچن ڪيو ته "آءٌ توکي وچن ٿو ڏيان ته جيڪي به گهرندين، سو ملندئي". تنهن تي ٻيجل چيو ته "تنهنجي سِر جو گهورو آهيان. راءِ ڏياس جي ماءُ ۽ زال (سورٺ) راءِ دياس کي دل مَن هٽندو ڏسي چيو ته "سواليءَ کي وڏيڪ نه ترساءِ ۽ سِر ڏئي سرهو ٿيءُ، نه ته سڄي مُلڪ ۾ خوار ٿيندي." راجا سواليءَ جو سوال اگهايو ۽ پنهنجو ڪنڌ ڪپي سندس حوال ڪيو، ٻيجل اهو سر (ڪنڌ) ڪڍي گجرات جي راجا کي ڏنو ۽ ان وقت جي رسم موجب سورٺ، راءِ دياس جي ڏڙ سان چڪيا تي چڙهي.

**سنڌ ۾ هلندڙ روايت**: 1003ع ڌاري جهوناڳڙهه تي سَمو حاڪم راءِ ڏياچ حڪومت ڪندو هو، ڪيس هڪ پيڻ هئي، جيڪا اولاد لاءِ سڪايل هئي،

هڪ پيري ڪنهن فقير دُعا ڪيس تہ "پٽ ملندئي پر اهوئي راءِ ڏياچ جي سسي ڌڙ کان ڌار ڪندو." لکيو ڪين ٽريو ۽ نيٺ راجڪماريءَ کي پٽ ڄائو. ڪيس فقير واري ڳالهہ ياد هئي سو هارڙي کي صندوق ۾ بند ڪري درياهہ ۾ لوڙهي ڇڏيائين، اها صندوق راجا انيراءِ جي ملڪ ۾ اچي نڪتي، هڪ چارڻ ۽ سندس زال پيتيءَ مان ان ٻار کي ڪڍي گهر کڻي آيا، مٿس 'ٻيجل' نالو رکيائيون ۽ پٽ ڪري پاليائون. جوان ٿيڻ ڪانپوءِ ٻيجل جهنگ ۾ مال چارڻ لڳو، هڪ ڏينهن جهنگ ۾ ڪنهن شڪاريءَ هرڻ جو شڪار ڪري ان جا آنڊا هڪ ڪرڙ جي وڻ تي اچلائي ڇڏيا هئا، ڏکڻ جي واءَ تي انهن آنڊن مان هڪ سُريلو ۽ من موهيندڙ آواز ٿي نڪتو، جنهن جي ترنم تي جهنگ جا سمورا جانور ۽ پکي مڙندا تي ويا. هڪ ڏينهن ٻيجل جي ڪنن تي بہ ساڳيو آواز پهتو، جنهن اُهي سُڪل آنڊا



سورٺ، راءِ ڏياچ ۽ ٻيجل

پنهنجي چنگ/ ساز تي چاڙهي ڇڏيا، ائين ٻيجل جو ساز سريلا ۽ من موهيندڙ آواز ڪڍڻ لڳو ۽ هنڌين ماڳين مشهور ٿي ويو. جنهن زماني ۾ ٻيجل ڄائو هو، انهي دؤر ۾ راجا انيراءِ کي پڻ هڪ ڌيءَ ڄائي هئي، ڪيس اڳ ۾ ئي گهٽيون ڏيئر هيون، تنهنڪري هن ان ڄاول ٻارڙيءَ کي صندوق ۾ بند ڪرائي، درياهہ ۾ لوڙهي ڇڏيو، اها صندوق راءِ ڏياچ جي ملڪ ۾ رتني ڪنيار کي هٿ آئي، هُن اُن نينگريءَ کي ڌيءَ ڪري پاليو ۽ مٿس 'سورٺ' نالو رکيائين.

ساماڻجڻ ڪانپوءِ سورٺ جي سونهن جي هنڌين ماڳين هاڪ ٿي، اها خبر جڏهن راجا انيراءِ کي پهتي، تڏهن هن رتني ڪنيار کان سورٺ جو سنگ ورتو. راءِ ڏياچ کي جڏهن اها خبر پئي، تڏهن سورٺ کي کڻائي پنهنجي محل ۾ آيو ۽ ساڻس شادي ڪري ڇڏيائين. انهيءَ تي راجا انيراءِ وڏو لشڪر وٺي جهوناڳڙهہ تي ڪاهي آيو، ٻارنهن مهينا جهوناڳڙهہ جو گهيرو ڪيائين، پر ڪيس ڪا بہ ڪاميابي حاصل نہ ٿي، جنهن ڪانپوءِ پنهنجي ديس واپس وڃي پڙهو گهمايائين تہ جيڪو راءِ ڏياچ جي سِسي وڍي ڏيندو، تنهن کي رَتن ٽڪن جو ٿالهہ ۽ ٻيو جيڪو بہ گهرندو سو ڏنو ويندو. ٻيجل جي زال لالچ ۾ اُهو ٿالهہ وٺي رکيو ۽ انجام ڪيائين تہ ٻيجل راءِ ڏياچ جو سِر وڍي آڻيندو. ٻيجل، زال جي چوڻ تي سُرندو سينگاري جهوناڳڙهہ روانو ٿيو.

جهوناڳڙهہ پهچي ٻيجل، راءِ ڏياچ جي محل ٻاهران تند تنوارڻ لڳو، سندس سرندي جو سوز هر هنڌ پکڙجي ويو، اهو آواز جڏهن راءِ ڏياچ جي ڪنن تي پيو تہ ڪيس موهي رکيائين، جنهن تي راءِ ڏياچ، ٻيجل کي چيو تہ "گهُر جيڪو گهرڻو اٿئي؟"

ٻيجل ڪيس چيو تہ "راجا! مون کي تو سان ڳجهي ڳالهہ ڪرڻي آهي." راجا جي حڪم تي ٻيجل کي محل ۾ آندو ويو، جنهن ڪانپوءِ راجا ڪيس وري چيو تہ "هاڻي گهُر جيڪو گهُرڻو اٿئي." جنهن تي ٻيجل وراڻيو تہ، "راجا! رڳو تنهنجي سِر جو گهورو آهيان، سِر ڏي تہ منگتي کي ماڻ ملي." اهو ٻُڌڻ شرط راءِ ڏياچ بنا دير جي سر لاهي ٻيجل کي ڏنو ٻيجل سر کڻي انيراءِ جي دربار پهتو تہ انيراءِ اهڙي سخي مُڙس جو سِر لاهي اچڻ تي ڪيس ديس نيڪالي ڏئي ڇڏي. ٻيجل پشيمان ٿي جهوناڳڙهہ پهتو اُن وقت سورٺ ڏاگهہ چڙهي رهي هئي، ٻيجل بہ انهيءَ آڙاهہ ۾ ڪٽي پنهنجو پاڻ اُڇلايو ۽ سڙي پسم ٿي ويو.

هن روايت مان اهو ظاهر آهي تہ راءِ ڏياچ سواليءَ جي صدا تي سر ڏنو ان ۾ نہ طلسماتي واڄي جو راز هو، نڪي راڳ تي ريجهي، راءِ ڏياچ بيخوديءَ مان سر وڍي ڏنو. اُها فقط ان دؤر جي ريت رسم هئي تہ سوالي در تان خالي نہ وڃي، هر حالت ۾ سواليءَ جو سوال پورو ڪرڻو آهي.

راءِ ڏياچ جي سنڌ واري قصي جي روايت ۾ بہ عجيب اتفاقي واقعا آهن، جيئن راءِ ڏياچ جي پيڻ کي ڪنهن فقير جي دعا سان پٽ ڄمڻ، جنهن لاءِ فقير جو چوڻ هو تہ اُهو راءِ ڏياچ جو سر وڍيندو، تنهنڪري ڪيس درياهہ ۾ لوڙهيو ويو، اُهو ٻارڙو راجا انيراءِ جي ملڪ ۾ چارڻن وٽ نپنو ۽ وڏو ٿي چارڻن جي ريت موجب چنگ وڄائڻ لڳو.

راجا انيراءِ کي وري انين ڌيءَ ڄائي، جنهن کي اڳ ۾ ئي ست ڌيئر هيون، ان بہ پنهنجي ڌيءَ کي درياهہ ۾ لوڙهي ڇڏيو، جيڪا راءِ ڏياچ جي ڏيهہ ۾ رتني ڪنيار کي هٿ آئي ۽ هُن ڪيس ڌيءَ ڪري پاليو ۽ سندس نالو 'سورٺ' رکيائين. سورٺ جڏهن وڏي ٿي تہ رتني 'سورٺ' کي راجا انيراءِ سان پرڻائڻ قبوليو. سورٺ جي سَڱ تان راجا انيراءِ ۽ راءِ ڏياچ جي وچ ۾ لڙائي لڳي، جيئن تہ جهوناڳڙهہ جبل تي مٽي هو، تنهنڪري راجا انيراءِ، راءِ ڏياچ جي سر وڍي اچڻ لاءِ پڙهو گهمرايو، ٻيجل هام هڻي سرندو کلهي ڪري جهوناڳڙهہ ۾ آيو ۽ طلسماتي واڄو وڄائي، سر جي صدا هنيائين ۽ راءِ ڏياچ سواليءَ کي سر وڍي ڏنو.

ان قصي ۾ خاص توجهہ طلب ڪي نُڪتا آهن، جن کي چارڻن ۽ سگهڙن دلچسپ بنائڻ لاءِ ڪجهہ اضافي ڳالهيون بہ ملايون آهن.

قصي جي خليفي قاسم واري روايت ۾ ڄاڻايل آهي تہ ٻيجل، راجا جي اڳيان 'پيرو' ۽ 'پياس' راڳ ڳايا هئا، ڇا انهن راڳن تي محو ٿي راجا يا ٻيو ڪو بہ فن جو ڄاڻو پنهنجو ڪنڌ ڪپي ڏئي سگهي ٿو؟ اهي اهڙا سوال آهن، جن جي جواب لاءِ سما گهراڻي جي پسمنظر جو تاريخي لحاظ سان جائزو وٺڻو پوندو.

عرب دؤر ۾ سومرا سنڌ جي ڏکڻ اوير واري ايراضيءَ ۾ ڪڇ ۽ سنڌ جي سرحد تي رهندڙ هئا. سندن اصل بستيون سنڌ جي ڏکڻ ايرندي واريءَ ايراضيءَ ۾ هيون، جيڪا ايترو آباد ڪا نہ هئي، انهي ڪري سومرا جيتوڻيڪ حڪمران ٿيا، تہ بہ وڻن سخا ڪا نہ هئي، ان جي برعڪس سما

سموري سنڌ جي ڪنڌ ڪڙڇ ۾ پکڙيل هئا، مالوند مارو ماڻهو هئا، جن جي زندگيءَ جو مرڪز جهنگ ۽ ننگ، ہني ۽ ڪني، مال متاع ۽ وسڪارو هئا. سدائين سائي ۽ سرهي جوءِ ۾ خيما کوڙي ويهندا هئا، سندن گذران مال ڌارڻ تي هوندو هو جتي مينهن وسندا هئا، اُتي مال ڪاهي ويندا هئا، جنهنڪري وٽن ڪير مکڻ جي ڪمي ڪا نه هئي، سندن آباديون سون اپائينديون هيون. منگتا مڱڻهار وٽائن دل گهريا دان وٺندا هئا. سوالي سندن در تان ڪڏهن به خالي نه ويو. تنهنڪري سندن سخا جي هنڌين ماڳهين هاڪ هلي وئي.

سوالين به سندن سخا جي پرڪا وٺڻ لاءِ اڻ ٽيٽيون صدائون هنيون ته جيئن سندن مان مرتبو مٿانهون ٿئي، سمن سردارن به دل کولي سخا ڪئي ۽ دان ڏنا. ڀٽن ڀانن ۽ چارڻن کي ويتر ورسايائون، جن پنهنجن مربين ۽ سندن وڏن کي ڏاتار ڪري مجيو ۽ مشهور ڪيو. اهڙيءَ طرح سمن مان ڏهه ڏاتار مشهور ٿيا: (1) وڪيو ڏاتار، (2) جکرو اوڍاڻي، (3) ڄام ڪرن، (4) راءِ ڏياچ، (5) راهو هوٿياڻي، (6) ڄام انڙ، (7) سپڙ چوٽاڻي، (8) ڄام لاکو ڦلاڻي، (9) ڄام اوٺو جکراڻي، ۽ (10) هٿند ٺڏياڻي.

ڀٽن، ڀانن ۽ چارڻن اُنهن ڏاتارن جي قصن کي ڪهاڻين ۽ ڳاهن ۾ ڳايو. اُنهن چارڻن ۾ ڀاڳوپان ۽ سمنگ چارڻ تمام گهڻو مشهور ٿيا، پوئين ويجهي دؤر ۾ شاهه عبداللطيف ڀٽائيءَ جهڙي شاعر پڻ انهن ڏاتارن جي سخا کي خوب ڳايو.

تاريخي طور تي هي سر (سورٺ) سمن جي دؤر سان تعلق رکي ٿو. سمن جي گهراڻي سنڌ تي 1350ع کان 1520ع تائين حڪومت ڪئي، جيتوڻيڪ سنڌ تي 170 سال حڪومت ڪيائون، پر سندن مکيه قبيلا آڳاٽي وقت کان سنڌ جي وچولي ايراضيءَ ۾ رهندڙ هئا. ائين صدي عيسويءَ جي شروعات ۾ محمد بن قاسم جي سنڌ جي فتح وقت موجوده نوابشاهه جي مشهور بستي 'سن ساوڙي' سمن جو مکيه مرڪز هئي. پوئين دؤر ۾ خاص ڪري لاڪاڻ وارو پاڳو سندن طاقت جو مرڪز هو.

سومرن جي دؤر ۾ سمن قبيلن ڪڇ جي وڏي ڀاڱي کي وسايو. ڊاڪٽر گربخشاڻيءَ سمن قبيلن جي ڪاٺياواڙ تي حڪومت ڪرڻ بابت لکيو آهي ته 875ع ڌاري راءِ چوڙا سمي ڪاٺياواڙ ۾ پنهنجي حڪومت قائم ڪئي ۽ گاديءَ جو هنڌ 'ونٿلي' کي مقرر ڪيائين. سندس پويان پاڻ کي 'چوڙا سما' سڏائڻ لڳا. راءِ 'گرهريو' هن گهراڻي جو هاڪارو حاڪم ٿي گذريو آهي. جهوناڳڙهه جو مشهور قلعو به سندس ٺهرايل آهي. هي قلعو ونٿليءَ کان اٺ ميل پري گرنار جبل جي اولهه طرف آهي. جهوناڳڙهه جي سموري شهر کي عالم پناهه آيل آهي، جيڪا اڄ ڏينهن تائين قائم ۽ ثابت آهي. راءِ گرهريو 982ع ۾ گذاري ويو. ڪانئس پوءِ سندس پٽ راءِ ڪوات گادي نشين ٿيو جنهن 1003ع ۾ وفات ڪئي، جنهن ڪانپوءِ سندس پٽ راءِ ڏياس تخت تي ويٺو. ڏياچ 'ڏياس' جي بگڙيل صورت آهي. سنڌ جو هي مشهور داستان سنڌ ۾ سخين ۽ سوالين جي سماجي ماحول جو يادگار آهي، جنهن ۾ منگتن طرفان ساراهه سان مشهور، سوالين جي سوال جي اهميت ۽ ڏاتارن طرفان ان جي قدردانيءَ کي منگتا ڳائي وڄائي ساراهيندا هئا. انهيءَ ڪري هڪ طرف هيءَ منگتن مڱڻهارن جي موسيقيءَ ۾ مهارت جو داستان آهي ته ٻئي طرف هڪ ڏاتار جي سخاوت جو بيان آهي، جنهن ۾ هو پنهنجو سر قربان ڪري ٿو ڇڏي.

هن تاريخي داستان جي ڪهاڻيءَ جا تاڃا تڪاڻا ۽ انهن سان منسوب روايتون ۽ ڳالهيون هڪ اهڙو منظر پيش ڪن ٿيون، جيڪي جيءَ کي جهوريندڙ ۽ عبرت آموز هئڻ سان گڏ 'ڏياچ' جي خود قرباني يعني سر جي سخا جي عمل کي پيش ڪري ٿو سخا جي هن تاريخي واقعي جي صداقت ۽ سماج اندر سماجي روايت ۽ عمل کي زندهه رکڻ واري ڳالهه رهنديءَ دنيا تائين پئي ڳائبي ۽ سنڌ جي سخين ۽ ڏاتارن ۾ ڏياچ جو نالو نهايت احترام سان ورتو ويندو.

سورٺ، جيڪا هن سڄي مامري جو مرڪز ۽ محرڪ هئي، اها پنهنجي سونهن، سوڀيا، سيتلتا ۽ ونيءَ واري روپ ۾ وڏي پد واري عورت نظر اچي ٿي، جيڪا پنهنجي ور جي سر جي قربانيءَ ۾ مانع نٿي ٿئي. بلڪ ان قربانيءَ تي پنهنجو پاڻ کي نثار ڪري ڇڏي ٿي يعني چکيا چڙهي وڃي ٿي. سورٺ جي نُک بابت ڪنهن سالڪ چيو آهي ته:

سورٺ اميل ديس ڪي، ذات وڏي پرمار،
بيٽي راجا پوڄ ڪي، پالي رتن ڪنيار،
مگ انيراءِ رائوڙ ڪي، پرڻي راءِ ڪنگهار.

۽ ائين به چيو ويندو آهي ته:

سورٺ سيتل ڪامڻي، سورٺ مينا راڳ،
کهون تو پربت ڦٽ پڙي، مور نه چلي ذات.

هي واقعو جنهن نموني اسريو نسريو، ڀٽن ڀانن، مڱڻهارن، منگتن ۽ چارڻن جي چوٻول ذريعي هن ڌرتيءَ تي عام ٿيو. ان جا پنهنجا مضمرات ۽ تاڃا آهن.

شاهه لطيف جهڙي عظيم شاعر هن قصي جي تاريخي ۽ معنوي حيثيت کي محسوس ڪندي، پنهنجي مخصوص شاعراڻي ۽ عارفاڻي رنگ ۾ جنهن تنوع ۽ مضمونن جي گهڻائيءَ سان بيان ڪيو آهي، اهو نهايت اعليٰ مقام وارو آهي. شاهه لطيف قصي جي تاريخي عنصرن ۾ پنهنجي فڪري روين کي مختلف صورتن سان سمايو ۽ بيان ڪيو آهي. اهو هن ڏات ڏٺيءَ جي اندازِ نگارش ۽ اسلوب جو ڪمال آهي، جنهن ۾ تصوف جي باريڪ نڪتن ۽ سر جي سخا جي لافاني عمل کي اجاگر ڪيو ويو آهي.

تند برابر توريان، جي سَو سِرن پائي،
اُتل اوڏاهين ٿئي، جيڏانهن هيجل ہرائي،
سڪٽو هڏ آهي، سر ۾ سڄڻ ناهه ڪي!

-

ڳُل چنو گرنار جو، پٽڻ ٿيون پٽين،
سهسين سورٺ جهڙيون، اُڀيون اوسارين،
چوٽا چارڻ هٿ ۾، سر سينگاريو ڏين،
ناريون ناڏ ڪرين، راجا رات رم گيو!

**سورٺو (شعري صنف)**: سورٺو هندي ۽ سنڌي ٻولين جي قديم شعري صنف آهي. سنڌيءَ ۾ عام طرح سورٺن کي ٻہ سٽن بيتن طور شامل ڪيو ويو آهي. اصل ۾ گهاڙيٽي جي حوالي سان سورٺو دوهي جي اُبتي صورت آهي. يعني دوهي جي برعڪس سورٺي ۾ قافيي وارو 11 ماترائن وارو پد آخر ۾ اچڻ بدران وچ ۾ استعمال ٿئي ٿو. اهڙيءَ طرح سورٺي جي ماترڪ ترتيب دوهي جي ماترائن 13+11 ماترائن جي ٿئي ٿي.

دوهو، سورٺو ۽ بيت هڪ ئي خاندان جون صنفون آهن. بيهڪ جي تبديليءَ سبب جدا جدا صنفن طور شمار ٿين ٿا. اهو ٿورو فرق بہ فقط ماترائن جي ترتيب يا پد جي بيهڪ جي ڪري آهي. فني طور اهي ٽئي صنفون دوها ڇند جي ماترائن موجب لکيون وڃن ٿيون.

سنڌي شاعريءَ جي تاريخ ۾ هي ٽئي صنفون تقريباً هڪ ئي دور ۾ ملن ٿيون. انهن ۾ دوهو بنيادي حيثيت رکي ٿو. دوهي ۽ سورٺي جي ميل سان بيت ٺهي ٿو. پران هيئت ۾ صرف ٻہ سٽو بيت اچي ٿو جڏهن تہ سنڌي شاعرن بيت جي سٽن ۾ واڌ ڪري ان جي هيئت بدلائي ڇڏي آهي.

مثال: دوهي جي ترتيب هن ريت آهي:

24 ماترائون=........................13........................11

24 ماترائون=........................13........................11

جڳ جي پوئين پهر ۾، مان جڳنوءَ جي جاڳَ،
جرڪيا منهنجي راڳ ۾، ماڻهوئڙن جا ماڳ. (اياز)

........................13........................11

........................13........................11

جڏهن تہ سورٺي جي ترتيب هن ريت آهي:

24 ماترائون=........................11........................13

24 ماترائون=........................11........................13

روئي لڙڪن ساڻ، پاند پُسايم رات جو
مون پئي سمجهيو هاڻ، وسريون گذريل ڳالهيون (نارائڻ شيام)

........................11........................13

........................11........................13

ٻہ سٽو بيت، دوهي ۽ سورٺي جي ميل مان هن ريت جڙي ٿو:

........................13........................11= 24 ماترائون

........................11........................13 = 24 ماترائون

تنهنجي پرسان پٽ ڏٽي، جهلي بيٺس جهول،
ڏنئي ٻہ ٽي ٻول، سخي منهنجي ساهہ کي!

........................13........................11

........................11........................13

سنڌي شاعريءَ ۾ قديم ڪلاسيڪي شاعريءَ کان وٺي جديد سنڌي شاعريءَ تائين سورٺي واري سٽاءَ ۾ بيت عام طور لکيا ويا آهن ۽ انهن کي 'بيت' ۾ ئي شمار ڪيو ويو آهي.

مثال طور: شاهہ ڪريم جو هي بيت، اصل ۾ سورٺو آهي:

ور سا ڳجهي ويڻ جتي سڄڻ هيڪڙو،
سو ماڳو ئي ڦين جتي ڪوڙ ڪُماڙئين.

اهڙيءَ طرح شاهہ جو هيٺيون بيت بہ سورٺي جي سٽاءَ ۾ آهي:

سٽر ڪج ستارَ، آءُ اگهاڙي آهيان،
ڍڪين ڍڪڻهارَ، ڏيئي پاندُ پناهہَ جو!

**سورٺيا (ذات)**: سورٺ، برصغير جي هڪ رياست جو نالو هو. 1947ع واري ورهاڱي کان پوءِ هن رياست جا ماڻهو لڏي اچي سنڌ ۾ ويٺا. جن پاڻ کي پنهنجي اصلوڪي وطن جي نسبت سان 'سورٺيا' سڏايو. اڳتي هلي 'سورٺيا' ذات جي صورت اختيار ڪري وريا. ان ڪانسواءِ انهيءَ لاڳاپي جي ڪري ڪراچيءَ جا ڪيترا ميمڻ ۽ ٿرجا ڪيترا پرمار (هندو) پاڻ کي 'سورٺيا' سڏائيندا آهن.

**سورجاڻي**[1] **(ديهہ)**: هيءَ ديهہ تعلقي گڏاپ، ڪراچيءَ جي تپي منگهي پير ۾ آهي. ڪيڙ لڪ ۽ شورينگ کان ايندڙ جابلو قطار جي هڪ چوٽيءَ جو نالو 'سورجاڻي' آهي. انهيءَ چوٽي ۽ لڪ جي ڪري هن ديهہ جو نالو ئي 'سورجاڻي' پئجي ويو. هن ديهہ جي آبادي 1990ع ۾ 10 هزار هئي. هتي برفتن جو هڪ ۽ بروهين جا پنج ڳوٺ هوندا هئا. فقط 23 سالن ۾ سورجاڻي ٽائون اسڪيم 45 جي ڪري هن ديهہ جي آبادي ٽيهارو هزار ٿي وئي آهي. هن ديهہ کي ٻن يونين ڪائونسلن ۾ ورهايو ويو آهي. هڪ يوسف ڳوٺ ۽ ٻيو معمار آباد يونين ڪائونسل ڪي. ڊي. اي جي سورجاڻي اسڪيم نمبر 45 تي ٻڌل آهي. هن ۾ ٻہ ڳوٺَ: صيفل ۽ بابو پٺاڻي بروهي شامل آهن.

**سورجاڻي**[2]: ڪيرٿر جبل جي هڪ لڪ جو نالو بہ 'سورجاڻي' آهي.

**سورج جي پهرين ڪِرڻ (ڪتاب)**: هي سنڌ، هند جي ناميارِي ڪهاڻيڪارِ ۽ ناول نگار تارا ميرچنداڻيءَ جو اصلوڪو ناول آهي، جيڪو هندستان جي سماجي زندگيءَ تي آڌارت آهي. هن ناول ۾ انو ۽ اجئہ جي پيار جي شادي ڏيکاريل آهي، جيڪا اجئہ جي ماءُ کي پسند نہ هئي. هن ناول ۾ شاديءَ کانپوءِ سس ننهن جي ڪٽ پٽ جو منظر بيان ڪيو ويو آهي، جنهن ۾ انو سس جون زيادتيون برداشت ڪري ٿي ۽ هڪ وقت اجئہ ڌار رهڻ جو سوچي ٿو پر هارن ٿي وڃڻ کانپوءِ اجئہ جي شراب نوشي انوءَ کي پريشان ڪري ٿي، گهرو ماحول ۾ ڇڪتاڻ پيدا ٿئي ٿي، پر هڪ موقعو اهڙو اچي ٿو جنهن ۾ اجئہ پنهنجي غلطي محسوس ڪري ٿو ۽ سندس زندگيءَ ۾ تبديلي اچي ٿي ۽ انوءَ کي لڳي ٿو تہ هن سورج جي پهرين ڪرڻ جو ديدار ڪيو آهي. ڊيمي سائيز جي 104 صفحن تي مشتمل هي ناول سنڌي ٽائيمس پبليڪيشن، الهاس نگر، آڪٽوبر 1998ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو. جنهن جي قيمت 40 روپيا آهي.



**سورج مکي** (Sunflower): سورج مکي، تيلي ٻجن ۾ اهم ڪاڇرو تيل جو فصل آهي، جنهن جي ٻج مان ملندڙ تيل خوراڪ طور استعمال ڪبو آهي. هن جو اصل وطن ڏکڻ آمريڪا ۾ ميڪسيڪو آهي. جتان هيءُ سنڌ سميت دنيا جي ٻين هنڌن ۾ ملڪن ڏانهن پکڙيو آهي. سورج مکيءَ جو تيل صاف سٿرو ۽ ڪولسٽرول کان پاڪ ٿئي ٿو. جنهن ۾



ڄمڻ جي خاصيت بلڪل معمولي هوندي آهي. اهوئي سبب آهي ته هن جو تيل رت جي دٻاءُ ۽ چربيءَ جي ڄمڻ کي روڪڻ ۾ مددگار ثابت ٿئي ٿو. سورج مکيءَ جي فصل جي مکيه پيداوار ڏيندڙ ملڪن ۾: روس، ارجنٽينا، بلغاريا، رومانيا، ترڪي، ڏکڻ آمريڪا ۽ پاڪستان شامل آهن. هيءُ فصل هند سنڌ اندر 1960ع ڌاري متعارف ٿيو. سورج مکي بنيادي طور ڪاڇري تيل لاءِ پوکبو آهي، پر هن فصل جا ڪاڇرو تيل سميت ٻيا به فائدا آهن. هيءُ جيئن ته اڻ رڇيل ٿئي ٿو تنهنڪري هن مان ڪاڏا، روغن ۽ مصنوعي مکڻ وغيره به ٺاهيو وڃي ٿو. ان ڪانسواءِ بناسپتي گيهه، صابڻ، هار سينگار وغيره جهڙين شين جي ٺاهڻ ۾ به ڪتب آندو وڃي ٿو. حڪيم هن جي پنن کي ڪارن مرچن سان گڏ گهوٽي سفوف ٺاهي ڏڪڻيءَ واري بخار لاءِ استعمال ڪندا آهن. سورج مکيءَ جي گلڪاريءَ سبب پوکيءَ وارن هنڌن تي موسمي بخار نٿو ٿئي. گاڏين لاءِ موبل آئل (Biofuel)، رنگ روغن (Dyes) ٺاهڻ، جانورن جي چاري جي کڙ، ڪڪڙين جي خوراڪ جي استعمال سميت هن جي ڏانڊين جي ريشي مان اعليٰ قسم جو پنو ٺاهيو وڃي ٿو. هن جي ٻجن ۾ غذائيت جي نسبت وڏي مقدار ۾ لحمياتي جزا ٿين ٿا، جن جي ڪري هن جا ٻج ڀُورا ڀڳڙڪائي کاڌا ويندا آهن. سورج مکيءَ جو تيل دل جي مريضن لاءِ به مفيد آهي. تنهنڪري هن فصل جو مارڪيٽ ۾ اگهه ٻين فصلن کان وڌيڪ آهي.

سنڌ جون آبهوائي حالتون هن فصل لاءِ انتهائي موزون آهن. هيءُ فصل خاص ڪري بهار ۽ سرءُ جي موسم ۾ پوکجي ٿو ۽ چڱي پيداوار ڏئي ٿو. سورج مکيءَ جو فصل زمين ۾ اڪيلي سر ۽ ڪمند، ڪٽڪ توڙي وونٽڻ وغيره سان گڏ به پوکي سگهجي ٿو. هيءُ ٿوري عرصي ۾ پچي راس ٿيندڙ فصل آهي، جنهن جي پچڻ ۾ 90 کان 110 ڏينهن لڳن ٿا. هن لاءِ پاڻيءَ جي ضرورت گهٽ هجي ٿي. ڪلر واري زمين ۾ پوکڻ سان زمين جي پيداواري قوت کي به وڌائڻ ۾ مدد ڏئي ٿو. سورج مُکي

دوباري فصل طور به ڪامياب فصل آهي. سنڌ ۾ لاڙ واري طبعي ڀاڱي ۾ هن فصل جي وڏي ايراضيءَ تي پوک ڪئي وڃي ٿي، جڏهن ته اتر سنڌ ۾ سارين علائقي ۾ دوباري فصل طور سورج مکيءَ جي پوک ڪئي وڃي ٿي. درست پوکائي ۽ صحيح سنڀال سان هيءُ پنجويهه کان ٽيهه مڻ في ايڪڙ پيداوار ڏئي ٿو. عام حالتن ۾ هن فصل مان ڏهن کان پندرنهن مڻ في ايڪڙ پيداوار حاصل ڪئي وڃي ٿي.

سورج مکيءَ جي فصل جي پوک ٻئي فصل طور اضافي پيداوار وٺڻ خاطر ڪئي وڃي ٿي. جنهنڪري سرءُ ۾ هن جي پوکائي ڪمند سان گڏ ڪبي آهي، فبروريءَ ۾ پوکيل فصل واري زمين ۾ ڪجهه پوکي سگهجي ٿي. ڪن هنڌن تي ڪمند ۽ مڪئيءَ سان گڏ به هن فصل جي پوکائي ٿئي ٿي. سورج مکيءَ جي فصل لاءِ لٽاشي زمين وڌيڪ مناسب آهي. مال جي وٿاڻ جو ڀاڻ ۽ پاڻيءَ جي بهتر نيڪال واري زمين هن فصل لاءِ لاڀائتي ٿئي ٿي. سورج مکيءَ جون به جنسون: (1) Hybrid، (2) HO-1 متعارف ٿيل آهن. عام طور هاري هن فصل مان ديسي ٻج تيار ڪري ايندي جي پوکيءَ لاءِ سنڀالي رکندا آهن. هن فصل کي گُڏ ڏيڻ لازمي آهي. ٻيجي فصل هٽڻ سبب هن فصل تي جهار جهڙوڪ: طوطا، ڳيرا، ڪٻرين ۽ ڪي ٻيا اڙا پکي حملو ڪندا آهن، جن کان بچاءُ لازمي آهي. هن فصل جي ڳاهه به ڳاهبي آهي. هن وقت سورج مکيءَ جو انَ يا ٻجُ ڳاهه مشين/ ٿريشر (Sunflower Thresher) يا جديد انَ چڙڻ وارين انجڻين ۽ مشينن ذريعي صاف ڪيو وڃي ٿو.

**پوکيءَ جو وقت (Sowing Time):** هر فصل وانگر سورج مکيءَ جي فصل مان به بهتر پيداوار حاصل ڪرڻ لاءِ سفارش ڪيل وقت تي پوکي ڪرڻ تمام ضروري آهي ته جيئن وقتائتي پوکي ڪرڻ سان فصل جي صحيح نشونما ٿئي ۽ ايندڙ فصل لاءِ وقت سر زمين به خالي ٿي سگهي.

| فصل | پوکيءَ جو وقت | |
|---|---|---|
| پوکيءَ جي مندن جو چارٽ | | |
| | ڏکڻ سنڌ | اتر سنڌ |
| بهار وارو فصل (Spring Crop) | پهرين جنوري کان 15 فبروري تائين | فبروريءَ جو سڄو مهينو |
| سرءُ وارو فصل (Autumn Crop) | پهرين کان 15 آگسٽ تائين | آگسٽ جو سڄو مهينو |

**سفارش ڪيل جنسون ۽ ٻج جو مقدار (Recommended Varieties & Seed Rate):** سورج مُکيءَ جون ٻن قسمن جون جنسون ٿين ٿيون، هڪڙيون ديسي جنسون جهڙوڪ: ايچ. او-1 (HO-1) ۽ ٻيون به سريون جنسون يعني هائبرڊ (Hybrid). ٻج جو مقدار هيٺينءَ ريت سفارش ڪجي ٿو:

سورج مکيءَ جي ديسي جنس پوکڻ جي صورت ۾ هيٺين خاص ڳالهين تي چڱيءَ ريت عمل ڪبو ته پيداوار هائبرڊ جنسن جيتري آسانيءَ سان حاصل ڪري سگهبي.

(1) ديسي جنس هڪ جاءِ تي 10 ايڪڙن کان وڌيڪ پوکڻ نه گهرجي، ڇاڪاڻ ته ديسي جنس ۾ لڳ جو عمل جيتن ۽ مکين وغيره جي معرفت ٿئي ٿو. جيڪي ساڳي ايراضيءَ ۾ گهٽ هوندا آهن. تنهنڪري سورج مکيءَ جون ديسي جنسون مختلف جڳهين تي لڳائڻ گهرجن ته جيئن پيداوار گهڻي ملي.

| ٻج مقدار جي سفارش | | |
|---|---|---|
| جنس | ناڙي پوک | کريا پٽ کيڙ پوک |
| ديسي جنس (HO-1) | 3 ڪلوگرام في ايڪڙ | 3.5 ڪلوگرام في ايڪڙ |
| ٻه سري جنس (Hybrid) | ڏيڍ ڪلوگرام في ايڪڙ | 2 ڪلوگرام في ايڪڙ |

(2) ديسي جنس واري فصل ۾ هترادو ماکيءَ جون ڪالونيون رکڻ سان پيداوار تي تمام گهڻا مثبت اثر پون ٿا، ڇاڪاڻ ته ماکيءَ جون مکيون هڪ گل کان ٻئي گل ڏي رس چوسڻ لاءِ اڏامنديون رهن ٿيون ۽ قدرت ماکيءَ جي مکين جي ڄنگهن ۾ ننڍيون ننڍيون ٽوڪريون ڏاهيون آهن، جن ۾ مکيون پنهنجي خوراڪ وٺڻ دوران گلن جي نرحصن تان نَر جُزا (Pollens) جمع ڪنديون آهن. جيڪي مکين جي هڪڙن گلن تان اٿي ٻين گلن تي ويهڻ دوران گلن جي مادي حصن کي ٻه لڳندا آهن. جنهن جي نتيجي ۾ گلن ۾ ٻج ٺهڻ شروع ٿي ويندو آهي. هڪ اندازي موجب فصل ۾ ماکيءَ جون ڪالونيون رکڻ سان ٽيڻ تي پيداوار وڌيڪ حاصل ڪري سگهجي ٿي. ان ڪري سورج مُکيءَ جي ديسي جنس پوکڻ کان پوءِ ان ۾ ماکيءَ جي مکين جون ڪالونيون رکڻ گهرجن.

**زمين جي چونڊ (Land Selection):** سورج مکيءَ جي پوکي سم وارين، ڪلرائين ۽ وارياسين زمينن کانسواءِ ٻين سمورين زمينن ۾ ڪري سگهجي ٿي، پروچولي لٽاشي زمين، جنهن ۾ وٿاڻ جو پاڻ يا سائو پاڻ پيل هُجي، ته ان ۾ سورج مکي پوکڻ سان وڌيڪ پيداوار حاصل ٿيندي. زمينن کي ساهي نه ڏيڻ، فصل مٿان فصل پوکڻ، فصلن جي واري ڦيري نه ڪرڻ ۽ فصلن کي گهڻي ڪيميائي پاڻ ڏيڻ جي ڪري زمين جي زرخيزي گهٽي گهٽجي وئي آهي. زمين ۾ نامياتي مادي کي وڌائڻ جا ٻه ذريعا آهن. هڪ سائي پاڻ وارن فصلن جو استعمال ۽ ٻيون وٿاڻ جي پاڻ جو زمين ۾ هر ٽئين سال استعمال تمام ضروري آهي. ائين ڪرڻ سان جيڪڏهن زمين ۾ ٿورو ڪلر هوندو ته اهو به ختم ٿي ويندو. ان ڪري جنهن زمين ۾ سورج مکي جو فصل پوکڻو هجي، ان ۾ وٿاڻ جو پاڻ يا سائو پاڻ ڏنو وڃي.

**پوکيءَ جا طريقا (Sowing Methods):** پوکيءَ جا ٽي طريقا آهن: (1) ڇٽ ڪيٽ، (2) ڪورڙ يعني ڳپَ ۾ ٻج ڇٽڻ ۽ (3) ناڙيءَ رستي پوکي ڪرڻ. اهي طريقا مختلف حالتن ۾ ماحول ۽ ضرورت مطابق عمل ۾ آندا وڃن ٿا. هنن ٽنهي طريقن مان ناڙي ڪامياب پوکي آهي. ناڙي پوک ۾ قطارن جي وچ ۾ وِٿي ٻن کان اڍائي فوٽ ۽ ٻوٽن جي وچ ۾ 9 انچ وڇوٽي رکڻ گهرجي. ناڙي ڪوشش ڪري ٽريڪٽر ذريعي ڪجي. ناڙيءَ رستي پوکي ڪرڻ سان ٻج جو ڦوٽهڙو سنو ٿئي ٿو ناڙيءَ واري پوک ان لحاظ کان به وڌيڪ ڪارگر آهي، جو فصل جون اوڙون سڌيون ۽ کليل ٿين ٿيون، جن مان هوا ۽ سج جي روشني آسانيءَ سان گذر ڪري ٿي، جنهن جي موجودگيءَ ۾ ٻوٽا پنهنجي کاڌ خوراڪ پنن رستي بهتر نموني تيار ڪن ٿا. جنهنڪري ٻوٽن جي واڌويجهه سني ٿئي ٿي. ناڙيءَ واري پوک ۾ گڏ ڪرڻ توڙي ڪيميائي پاڻ ۽ جيت مار دوائون آسانيءَ سان ٿوري وقت ۾ بهتر نموني ڏئي سگهجن ٿيون. جنهنڪري هڪ طرف انهن ڪمن ۾ گهٽ وقت لڳڻ سبب مزدوريءَ جو خرچ گهٽجي ٿو ۽ ٻئي طرف وري اهي ڪم بهتر نموني ٿيڻ جي ڪري فصل جي پيداوار وڌي ٿي.

**سارين ۾ ڇاٽي پوک:** ساريال علائقي ۾ پاڇاٽين پوکيل سارين ۾ يا زمين جي تياريءَ واري خرچ کان بچڻ لاءِ سارين جي عام مُنڊائتي فصل ۾ به آخري پاڻي ڏيڻ کانپوءِ ڳپَ ۾ سورج مکيءَ جو ٻج ڇٽي سگهجي ٿو. پر ان ريت پوکي ڪرڻ لاءِ ٻج کي 6 ڪلاڪ پاڻيءَ ۾ پسائي پوءِ ڇٽجي ته ڦوٽهڙو وڌيڪ سنو ٿيندو. ڳپ ۾ پوکيل سورج مُکيءَ جو ٻج جيستائين سارين جو لاٻارو ٿيندو، تيستائين ڦوٽهڙو ڪري ويندو ۽ لاٻاري کانپوءِ پنهنجي بهتر نشونما ڪري سگهندو. ان پوک تي خرچ تمام گهٽ اچي ٿو ۽ وقت جي بچت به ٿئي ٿي، پر ان فصل مان ايتري پيداوار نه ٿي لهي.

**ناڙيءَ رستي پوک:** پاڻيءَ ۽ گهر ۾ خرچ بچائڻ لاءِ سورج مُکيءَ کي ٻوباري فصل طور سارين جي فصل مان واندي ٿيل زمين ۾ فوري طور تي زيرو ٽليج ناڙيءَ رستي پوکي سگهجي ٿو. زيرو ٽليج ناڙيءَ ذريعي پوکي ڪرڻ سان زمين کي هر ڏئي ناهڻ جي ضرورت نٿي پوي، جنهن جي ڪري جلديءَ ۾ ۽ گهٽ خرچ تي پوکي وڃي ٿي. هيءَ ناڙي زراعت کاتي سنڌ جي زرعي انجنيئرنگ واري شعبي جي ڪنهن ويجهي دفتر سان مشورو ڪري وٺڻ گهرجي يا ڪنهن پاڙي واري زميندار وٽ هجي ته اها استعمال ڪجي. زيرو ٽليج ناڙيءَ رستي پوکي ڪرڻ لاءِ اوڙن جي وچ ۾ اڍائي فوٽن جي وٿي رکجي.

**ٻٽي پوک:** سورج مُکي ڪمند جي فصل ۾ ٻٽي پوک طور به پوکيو وڃي ٿو جنهن لاءِ سرءُ ۽ بهار جي مندن ۾ ڪمند جي پوکي ڪري جيڪو پاڻي ڏجي، انهيءَ پاڻيءَ کان پوءِ جيئن ئي زمين وَتَ ۾ اچي ته سورج مُکيءَ جي ناڙيءَ رستي ڪمند جي اوڙن جي وچ ۾ سورج مُکيءَ جي پوک ڪجي. ڪمند ۾ سورج مُکيءَ پوکڻ سان سورج مُکي ڪمند جي ئي پاڻيءَ ۾ پچي راس ٿئي ٿو ۽ ڪمند ۾ پوکيل سورج مُکيءَ مان ايتري آمدني ٿي وڃي ٿي، جنهن مان ڪمند جو خرچ آسانيءَ سان لهي وڃي ٿو.

**ٻج جي خاصيت (Quality of Seed):** پوکيءَ لاءِ ٻج استعمال ڪرڻ کان پهرين ٻج جي بهتر خاصيت جي باري ۾ يقين ڪرڻ تمام ضروري آهي. سٺو ٻج ئي وڌيڪ پيداوار ڏيڻ جو ضامن ٿئي ٿو ڇاڪاڻ ته اهوئي نفعي بخش پوک جو بنيادي جزو سمجهيو وڃي ٿو. ٻج ۾ هيٺيون خاصيتون

هڻڻ گهرجن: (1) سفارش ڪيل جنس، (2) صاف ٻج، (3) صحتمند ٻج، ۽ (4) سڻي ڦوٽهڙي وارو ٻج.

**ڪيميائي ڀاڻ جو استعمال (Use of Chemical Fertilizer):** ڪيميائي ڀاڻ استعمال ڪرڻ لاءِ پنهنجي فصل واري زمين جي مٽيءَ جي چڪاس ڪرائي پوءِ ڀاڻ ڏيڻ گهرجي ته وڌيڪ بهتر آهي. پر مجبوريءَ واري حالت ۾ سورج مکيءَ لاءِ سفارش ڪيل زمينن ۾ هيٺينءَ ريت ڀاڻ ڏيڻ گهرجي:

**ڪيميائي ڀاڻ جون سفارشون**

| فصل | ڀاڻ جو قسم | ڀاڻ جو مقدار في ايڪڙ | ڀاڻ ڏيڻ جو وقت |
| --- | --- | --- | --- |
| موڪي فصل | نائٽروفاس | 2 ٻوريون | پوکيءَ وقت |
| | يوريا | هڪ ٻوري | پهرئين پاڻيءَ تي |
| ٻه سري جنس (Hybrid) | نائٽروفاس | 2 ٻوريون | پوکيءَ وقت |
| | يوريا | اڌ ٻوري | پوکيءَ وقت |

ڪيميائي ڀاڻ ڏيڻ وقت ان ڳالهه جو خيال رکڻ گهرجي ته جيڪڏهن ڪنهن سبب جي ڪري سورج مُکي ڪلراٺي زمين ۾ پوکڻو هجي ته ان زمين ۾ فصل کي ڪيميائي ڀاڻ نه ڏجي. جڏهن ته عام زمينن ۾ سورج مُکي پوکڻ جي صورت ۾ سفارش ڪيل فاسفورس واري ڀاڻ کي ڳريل سڙيل وٿاڻ جي ڀاڻ سان گڏائي ڏيڻ گهرجي ته فاسفورس ٻوٽن کي وڌيڪ مؤثر نموني مهيا ٿي ملندو ۽ فاسفورس واري ڀاڻ جي هڪ ٻوريءَ کي ٻن وٿاڻ جي ڀاڻ جي ٻورين جي نسبت سان ڀاڻ ۾ ملائي پوءِ ڇٽجي.

**ٻوٽن جو تعداد (Plant Population):** سورج مُکيءَ جي فصل مان بهتر پيداوار وٺڻ لاءِ ٻوٽن جو تعداد 20 کان 25 هزار في ايڪڙ هجڻ ضروري آهي. سورج مُکيءَ جي فصل ۾ ٻوٽن جو سفارش ڪيل تعداد رکڻ لاءِ هيٺين ڳالهين جو خاص خيال رکڻ گهرجي:

(1) ٻج اهڙو تصديق ٿيل پوکجي، جنهن جي ڦوٽهڙي جي صلاحيت لڳ ڀڳ 90 سيڪڙو هجڻ گهرجي.

(2) ڪوشش ڪري پوکي، ناڙيءَ رستي ڪجي. ناڙيءَ لاءِ اوڙ کان اوڙ جي وچ ۾ اڍائي فوٽن جي وٿي رکجي.

(3) فصل کي پهريون پاڻي ڏيڻ کان اڳ ۾ ٻوٽي کان ٻوٽي جي وچ ۾ 9 کان 10 انچ وٿي رکڻ لاءِ هٿن سان ڇدائي ڪرڻ گهرجي.

**گُڏ ۽ مٽي چاڙهڻ (Interculturing & Earthing Up):** سورج مُکيءَ جي فصل ۾ به ٻين فصلن وانگر گندگاهَ ڦُٽي ان سان کاڌ خوراڪ ۾ ڀاڱي ڀائيوار ٿين ٿا ۽ فصل ۾ جيتن جو حملو به وڌي ٿو جنهنڪري فصل جي صحيح واڌ نٿي ٿئي. ان ڪري هن فصل ۾ ٽي گُڏون ڏيڻ جي ضرورت پوي ٿي. انهن گُڏن مان پهرين گُڏ پهريون پاڻي ڏيڻ کان اڳ ۾ ڏيڻ گهرجي ۽ باقي ٻه گُڏون ٻئي ۽ ٽئين پاڻيءَ کانپوءِ جيئن ئي زمين وَتَ ۾ اچي ته ڏيڻ گهرجن. فصل ۾ گُڏون ڏيڻ سان زمين کلي ٿي ۽ پاڙون صحتمند ٿي ٻوٽي تائين گهربل مقدار ۾ خوراڪ پهچائين ٿيون ۽ ساڳئي وقت جيتن جو حملو به گهٽ ٿئي ٿو سورج مُکيءَ جي ٻوٽن جي چوڌاري مٽي چاڙهڻ سان پيداوار ۾ بهتريءَ جا نتيجا سامهون آيا آهن. تنهنڪري جڏهن ٻوٽا هڪ فوٽ جيترا ٿين ته انهن جي چوڌاري مٽي چاڙهجي. فصل ۾ مٽي چاڙهڻ جو اهو عمل هميشه شام جي وقت ۾ ڪرڻ گهرجي، ڇاڪاڻ ته شام جو ٻوٽا ڏينهن جو گرميءَ جي نتيجي ۾ نرم ٿي ويندا آهن ۽ ان نرميءَ سبب ٻوٽا مٽي چاڙهڻ دوران ڀڄندا ناهن، جڏهن ته صبح جي وقت اهڙي عمل سان ٻوٽا ڀڄندا آهن ۽ فصل جو نقصان ٿيندو آهي.

**پاڻي ڏيڻ (Water Schedule):** فصل جي پاڻيءَ جي گهرج جو دارومدار آبهوا، زمين جي قسم ۽ زمين جي ريج يا سيڪ رکڻ واري صلاحيت تي آهي. آبادگار کي پنهنجي فصل جي حالت کي ڏسي ۽ پاڻيءَ جي موجودگيءَ کي ذهن ۾ رکي فصل کي پاڻي ڏيڻ گهرجي. هن فصل ۾ جيتوڻيڪ پاڻيءَ جي کوٽ کي برداشت ڪرڻ جي ڪنهن حد تائين صلاحيت آهي، پر سورج مُکيءَ کي پهريون ۽ جڏهن فصل کيري ڏڌر تي هجي ته اهو ٻيو پاڻي هر حال ۾ مقرر وقت تي ڏيڻ گهرجي. هن فصل کي هيٺينءَ ريت عام طور تي پاڻي ڏيڻ جي ضرورت ٿئي ٿي:

**سورج مکيءَ کي پاڻيءَ جي گهرج**

| پاڻي جو تعداد | بهار ۽ سرءَ جا فصل |
| --- | --- |
| پهريون پاڻي | پوکيءَ جي 21 ڏينهن کان پوءِ |
| ٻيو پاڻي | پهرئين پاڻيءَ جي 15 ڏينهن کانپوءِ |
| ٽيون پاڻي | فصل ۾ جڏهن گل اچڻ شروع ٿين. |
| چوٿون پاڻي | جڏهن فصل کيري ڏڌر (Milky Stage) تي هجي |

**نقصانڪار جيت (Insect Pests):** سورج مُکيءَ جي فصل تي اچي مک، سائي مهلي، ٻوڄاري ڪينئين ۽ لشڪري ڪينئين جو حملو ٿئي ٿو، ليڪن انهن جي ضابطي جو دارومدار پيسٽ اسڪائوٽنگ يعني جيتن جي جاچ پڙتال تي آهي، جنهن ذريعي جڏهن به ڪو هڪڙو يا هڪ کان وڌيڪ جيت نقصان واري حد تائين پهتل هوندا، تڏهن انهن جي خاتمي لاءِ ڪنهن مؤثر ڪيميائي دوا جو ڦوهارو ڪيو ويندو. ان عمل لاءِ ڪنهن ويجهي زرعي ڪارڪن سان رابطي ۾ اچي فصل جو معائنو ڪرائبو رهجي ۽ جنهن وٽان پاڻ به اهڙن جيتن جي باري ۾ سکيا وٺجي. زرعي ڪارڪن جي سفارش تي عمل ڪجي.

**جهار هڪلڻ (Tenting):** سورج مُکيءَ جي فصل ۾ جهار جو مسئلو عام آهي، هن فصل ۾ جيئن گل ٽڙڻ لڳن ٿا ته مختلف پکي خاص طور طوطا يا چتون وغيره اچي ڪڙڪن ٿا، جن جي حملي سبب پهچندڙ نقصان کان بچڻ لاءِ لاباري وقت ۽ ول کي ڳاهي وائري اناج ڪٽڻ تائين چڱيءَ طرح جهار هڪلڻ گهرجي.

**لابارو، ڳاهه ۽ ذخيرو (Harvesting, Threshing & Storage):** جڏهن سورج مکيءَ جي گلن جو هيٺيون پاسو سائي رنگ مان ڦري پيلو ٿي

وڃي ته لاٻارو ڪرڻ گهرجي. لاٻاري بعد گلن کي ديري ۾ اهڙيءَ طرح پکيڙي رکجي، جيئن اهي هڪٻئي کان الڳ هجن، ٻيءَ صورت ۾ اهي چڱيءَ طرح نه سُڪي سگهندا ۽ نه انهن ۾ سينوارجڻ جو خطرو رهندو. سڪائڻ لاءِ پکڙيل گلن (Seed heads) کي وقت بوقت صفا سُڪڻ تائين اٿلائبو رهجي. صفا سڪل گلن کي سورج مکيءَ واري ٿريشر (Sunflower Thresher) ذريعي يا وري جيڪڏهن ول ٿوري هجي ته ڏنڊن سان سٽي ان ڌار ڪري وڪرو ڪجي.

**پيداوار (Yield):** سورج مکيءَ جي موجود جنسن ۾ 25 کان 30 مڻ في ايڪڙ پيداوار ڏيڻ جي صلاحيت آهي.

**سورج مکيءَ ڪيت (ڪتاب):** ناميار شاعر مختيار گهمري جو هيءُ شعري مجموعو آهي، جنهن ۾ بيت، دوها، وايون، گيت ۽ غزل شامل آهن.




هن ڪتاب جو مهاڳ اسحاق سميجي لکيو آهي ۽ مقصود گل جا تاثرات شامل آهن. هن ڪتاب جي هر هڪ صنف جي شروعات ۾ صنف جو تعارف پڻ ڏنل آهي، جهڙوڪ: 'بيت- جي صنف تي ڊاڪٽر ميمڻ عبدالمجيد سنڌي'؛ 'وائيءَ تي مقصود گل'؛ 'دوهي تي آغا سليم'؛ 'گيت تي تاج جويي' ۽ 'غزل تي شيخ اياز' جا مختصر تعارف شامل ڪيا ويا آهن. ڪتاب جو انتساب ليکڪ پنهنجي تن استادن ڊاڪٽر عطا محمد 'حامي'، استاد بخاري ۽ قاضي عبدالحئي 'قائل' جي نالي ڪيل آهي. ڪتاب جي بئڪ ٽائيٽل تي ڊاڪٽر غلام رسول گهمري جا تاثرات ڏنا ويا آهن.

ڊيمي سائيز جي پڪي جلد سان هيءُ ڪتاب 2010ع ۾ جاڳرتا فورم سکر پاران ڇپرائي پڌرو ڪيو ويو. ڪتاب جي قيمت 150 روپيا آهي.

**سُورج مل اُڏيپوري:** غلام رسول مهر پنهنجي ڪتاب 'تاريخ سنڌ ڪلهوڙا دور' ۾ ڄاڻايو آهي ته "جڏهن سرائي مقصود فقير جي ناعاقبت انديشيءَ سبب شهزادي محمد معزالدين (اورنگزيب عالمگير جي پوٽي) سنڌ تي حملو ڪيو، تڏهن ميان دين محمد ڪلهوڙي، مغل شهزادي وٽ حاضر ٿي صلح جو عرض ڪيو. مغل شهزادي هڪ لشڪر ميان جي جي عزيزن ۽ رشتيدارن کي گهرائڻ لاءِ موڪليو جنهن لشڪر جا سپهه سالار راجا گج سنگهه ۽ سورج مل اڏيپوري هئا. ميان دين محمد جي وڃڻ کانپوءِ ميان يار محمد سيني معاملن جو مختيارڪل هو ۽ ميان يار محمد، مغل شهزادي وٽ پيش ٿيڻ کان انڪار ڪيو ۽ شاهي لشڪر خلاف جنگ جوٽيائين. سورج مل اڏيپوري پڻ جنگ لاءِ هڪدم تيار ٿيو. ٻنهي لشڪرن جي وچ ۾ گاج نئن جي ڪناري وٽ جنگ لڳي، جنهن ۾ ميان يار محمد خان ڪلهوڙي ۽ سرائين جي لشڪر شاهي فوج کي بريءَ طرح شڪست ڏني. انهيءَ جنگ ۾ شاهي لشڪر جا هزارين سپاهي مارجي ويا ۽ سورج مل اڏيپوري جان بچائي ڀڳو. جڏهن هن سموري قصي جي خبر مغل شهزادي کي وڃي سورج مل اڏيپوريءَ ٻڌائي، تڏهن مغل شهزادي، ميان دين محمد کي قتل ڪرائي ڇڏيو."

**سُور جون سَوَ صورتون (ڪتاب):** هي ڪتاب، سنڌيءَ جي گيتڪار شاعر گوردن پارتيءَ جو قصي جي روپ ۾ ناول جو هڪ قسم آهي. جنهن ۾




هن ٽي. بي. سينيٽوريم جي خاص مريضن سان ملاقاتن دوران جيڪي ڏٺو ۽ ٻڌو، ان کي قلمبند ڪيو آهي. 50-60 واري ڏهاڪي ۾ سلهه جو ڪو خاص علاج ڪونه هوندو هو. خود ليکڪ جو به ان مرض ۾ هڪ ڦڦڙ ختم ٿي چڪو هو. هي هڪ سوانحي ناول جو روپ آهي، جنهن ۾ ليکڪ مصلحتاً مريضن جا نالا بدلايا آهن. هن ناول جا ڪردار سچ کان منهن نه موڙي حقيقت جي جهوليءَ ۾ زندگيءَ جي تنهائي ڀوڳين ٿا. ڊيمي سائيز جي 305 صفحن تي مشتمل هن ڪتاب کي امرتا آنند پبليڪيشن، بمبئيءَ 1997ع ۾ ڇپايو هو ۽ ان جي قيمت 75 روپيا آهي.

**سورج ونسي:** رگ ويد ۾ ڄاڻايل آهي ته آڳاٽا 'آريا لوڪ' سٽن ندين جا ڪنارا پاڻيءَ جي سهنج ڪري والاري ويٺا هئا. ان ڪري سندن والاريل ملڪ کي 'سپت سنڌو'، 'ست درياهه' سڏبو هو. انهن ستن ندين ۾ پنج نديون پنجاب جون، ڇهين سرسوتي ۽ ستين 'سنڌو' هئي. انهن ندين جي ڪنارن تي آرين جون بيٺڪون هيون، اهي بيٺڪون سنڌ، هند، پنجاب، ڪشمير ۽ گنڌار (هاڻوڪي پشاور) ۽ ان جي آسپاس واري ملڪ (هاڻوڪي افغانستان ۽ بلوچستان) ۾ هيون.

آرين ۾ هڪڙا سورج ونسي هئا ۽ ٻيا چندر ونسي. سورج ونسي گهراڻي مان پهريون راجا اڪشواڪو هو، جنهن جي گاديءَ جو هنڌ ايوڌيا هو. جيڪو هاڻي اٿوڌ سڏجي ٿو. اِڪشواڪو جي ڌيءَ 'الا'، ٻڌ سان پرڻيل هئي، جنهن جي پيءُ جو نالو 'سوم' يعني چنڊ هو. ان ڪري انهيءَ خاندان وارا چندر ونسي سڏبا هئا. چندر ونسي گهراڻي جو پهريون راجا 'پرو روس' هو، جنهن جي گاديءَ جو هنڌ 'پرتستان' (Pratisthan) هو، جيڪو هاڻي 'الهه آباد' سڏجي ٿو. سنڌ جو واسطو آرين جي ٻنهي گهراڻن وارن سان پيل آهي. سورج ونسي گهراڻي وارا، جن مان راجا اڪشو اڪو کان گهڻو گهڻو پوءِ راجا دسرٿ ۽ سري رامچندر پيدا ٿيا. سي قديم زماني ۾ سنڌ ۾ به هئا. مطلب ته سري رامچندر جا ابا ڏاڏا ڪنهن زماني ۾ سنڌ ۾ به رهندا هئا. سورج ونسي گهراڻي وارن جي حڪومت ايوڌيا، نيپال کان وٺي مگڌ، مظفر پور ۽ گجرات تائين هئي.

رامائڻ مان خبر پوي ٿي ته سري رامچندر جي پيءُ دسرٿ جو سنڌ سان بلڪل گهڻو ناتو هو ٻڌ ڌرم واري زماني ۾ سنڌ جي گاديءَ جو هنڌ 'وئشالي' هو. هڪ راءِ آهي ته چندر ونسي آرين جي يادو ونسي ڪل مان سنڌ جا سما راجپوت هئا، جن کي جادو ونسي سڏيو ويندو آهي. جڏهن ته سومرا سورج ونسي راجپوت آهن.

**سورداس**: سورداس هندي ۽ برج ڀاشا جو ڪلاسيڪي سنت ڪوي ٿي گذريو آهي. سندس جنم 1483ع ڌاري دهليءَ جي ويجهو 'سيهي' ڳوٺ ۾ هڪ غريب سارسوت برهمڻ خاندان ۾ ٿيو. هوجائي ڄم کان انڌو



هو، پر کيس غيبي طاقت عطا ٿيل هئي، جنهنڪري وڇايل شين جو ڏس ڏئي سگهندو هو ۽ درست اڳڪٿيون ڪري سگهندو هو. سورداس جي پيءُ جو نالو رام داس هو، جيڪو اڪبر بادشاهه جي درٻار جو وڏو گائڪ هو. سورداس جي نابينائيءَ جي ڪري سندس گهر وارا کيس نڪمو سمجهي، ساڻس سٺو سلوڪ نه ڪندا هئا ۽ نه ئي مٽس ڪو ڌيان ڏيندا هئا. رام داس کي ست پٽ هئا، جن مان ڇهه جنگ دوران مارجي ويا هئا ۽ هن سورداس تي ڪو خاص ڌيان نه ڏنو.

سورداس ٻالڪپڻ ۾ ڪن فقيرن جي سنگ ۾ پنهنجو گهر ڇڏي، هڪ تلاءَ ڀرسان هڪ جهوپڙيءَ ۾ رهڻ لڳو، جيڪا سيهي ڳوٺ کان پري نه هئي. 18 ورهين جي عمر ۾ هو گئوگهاٽ ڏانهن هليو ويو، جتي 31 سالن تائين رهيو ۽ اتي ولڀ آچاريه (1478-1530) سان سندس ملاقات ٿي، جنهن جي سنگ سندس زندگيءَ ۾ ڪافي تبديلي آندي ۽ هو سندس شش (شاگرد) بڻيو. سورداس تپسوي، ڀڳت، شاعر ۽ سٺو گائڪ هو. هن جا ڪافي پوئلڳ هئا. هو پنهنجي الهامي طاقت توڙي ڀڳتي گيتن جي ڪري ڪافي مشهور ٿي چڪو هو.

هڪ ڀيري جڏهن ولڀ آچاريه، گئوگهاٽ تي آيو هو ته سورداس جا چيلا کيس ڏسي، سورداس وٽ ويا ۽ چيائون 'اڄ آچاريه آيو آهي'. سورداس سندس آڌرڀاءُ ڪري کيس پنهنجي جڳهه تي وٺي آيو. آچاريه کيس چيو ته "مالڪ جي مهما ڳاءِ". جنهن تي سورداس وراڻيو "پريو! مان پاپين جو سرتاج آهيان، ٻيا ڇئن ڏينهن جا ڏوهاري آهن، مان جنمن جو ڏوهاري آهيان". اُن تي پريوءَ کيس چيو ته "هي آزيون نيزاريون ڇا لاءِ؟ تون ته سُور وير آهين". اُن موقعي تي ولڀ آچاريه کيس ڀاڳوت پراڻ جو ڏهون سڪند/ اڌياءُ ٻڌايو جنهن سندس من کي منور ڪري ڇڏيو. چيو وڃي ٿو ته اُن ڪانپوءِ سورداس جيڪي پد رچيا، تن ۾ ڀاڳوت جي پهرين کان ٻارهين اڌياءُ تائين جو ذڪر اچي ٿو.

اهو به چيو وڃي ٿو ته سورداس ولڀ آچاريه کان ڏهه ڏينهن عمر ۾ ننڍو هو. جنهن ڳالهه جي شاهدي 'ولڀ سمپراداير'، 'گوڪل ناٿ' ۽ 'ڀاو پرڪاش' ڪتابن ۾ ملي ٿي. سورداس پنهنجي ڪوتا ۾ پنهنجا پنجن قسمن جا نالا ڪم آندا آهن: 'سؤر، سُور شيام، سورج، سورج داس ۽ سورداس'. جڏهن ته ولڀ آچاريه کيس 'سُور' ئي سڏيندو هو ۽ گو سائين وٺل داس کيس 'سورداس' سڏيندو هو. چيو وڃي ٿو ته اڪبري درٻار جي ناميارِي گائڪ تانسين، سورداس جي اڪبر سان پڻ ملاقات ڪرائي هئي. ابوالفضل جي 'آئين اڪبريءَ' ۾ به سورداس جو ڪافي ذڪر موجود آهي. هندي شاعريءَ جي اپياس ۾ سورداس کي 'سج'، تلسي داس کي 'چنڊ' ۽ ڪيشو داس کي 'تارو' سڏيو ويو آهي، جڏهن ته اڪبر جي رتن گائڪ تانسين، سورداس لاءِ جيڪي ڪجهه چيو آهي، اُن جو سنڌيءَ ۾ تت هن ريت آهي:

ڪن کي تير لڳو سورهيه جو،
ڪن کي سُور جي پيڙ ستايو
لڳو سُور جو پد پرجن کي،
تن جو سارو تن من گهايو!

(ترجمو: گوردن ڀارتي)

اهي ڳالهيون ظاهر ڪن ٿيون ته ادب، ڪلا ۽ سنگيت جي کيتر ۾ سورداس کي تمام گهڻي مڃتا حاصل هئي. اهو ئي ڪارڻ آهي، جو پنجن صدين گذرڻ ڪانپوءِ به سندس ڀڳتي گيت سڄي هندستان ۾ ڳاتا وڃن ٿا.

تذڪرن ۾ اچي ٿو ته سورداس، ولڀ آچاريه جي آشيرواد سان شريناٿ جي مندر ۾ ڀڳتي گائڪ مقرر ٿيو هو، جنهن بعد هن پنهنجي باقي زندگي برج ڀوميءَ ۾ گذاري. ولڀ آچاريه جا اٺ شاگرد ٿيا، جن کي 'اشٽ ڇاپ' سڏيو ويندو هو. انهن اشٽ ڇاپ شاعرن ۾ سورداس تمام مٿانهون مقام رکي ٿو.

سورداس پنهنجي ڊگهي ڄمار ۾ هزارين پد ڪرشن جي ساراهه ۾ ڳايا آهن. ڪرشن سچ پچ هن لاءِ نج سچ، سرت ۽ انادي آنند جو ڪارڻ هو. سورداس کيّ ڀڳتيءَ جي روايت، الڳ الڳ فلسفن ۽ انهن جي تشريحن مان ملي. ڊرمي ادب ۾ ٻه مکيه ۽ پور وڇوٽ ڌارائون موجود هيون. هڪ طرف جئه ديو جو 'گيت گووند' ۽ وديا پتيءَ جا 'پريم گيت' عوام ۾ مقبول هئا، جيڪي ڪرشن جي شان ۾ شرنگار رس جي نمائندگي ڪندا هئا. ٻئي طرف گائڪ ۽ پرچارڪ سِڌ، ناٿ ۽ سنت ڪوين جي روايت هئي، جن جو نرگڻ (بنا شڪل صورت واري) ڀڳوان ۾ وشواس هو. سورداس انهن ٻنهي روايتن کان واقف هو. هن نه فقط اشٽ ديو ۽ مالڪ، پر متر ۽ پريميءَ طور ڪرشن جي پوڄا ڪئي.

سورداس جا لکيل سورهن گرنٿ ٻڌايا وڃن ٿا: (1) سور ساگر، (2) سور ساراولي، (3) ساتيا لهري، (4) گووردن ليلا، (5) دشم سڪند ڀاشا، (6) ناگهه ليلا، (7) پد سنگرهه، (8) پراڻ پياري (شيام جو مگڻو)، (9) بياهلو (10) ڀاڳوت ڀاشا، (11) سور پچيسي، (12) سورداس جا پد، (13) سور ساگر سار، (14) ايڪادشي مهاتم، (15) رام جنم ۽ (16) نل دمينتي. پر انهن مان صرف پهريان ٽي ادبي اهميت رکن ٿا، جڏهن ته سورداس جي شهرت جو دارومدار سور ساگر جي ڪوتائن تي آهي. ڏندڪٿا موجب سور ساگر ۾ هڪ لک پنجويهه هزار پد هئا، پر ڇهن هزارن کان وڌيڪ پد هٿ نه اچي سگهيا آهن. سورداس پاڻ لکيو آهي ته هن پنهنجو

’سور ساگر‘، پاڳوت پراڻ موجب لکيو آهي. سنڌي شاعر گورڌن ڀارتيءَ، ’آشا نلسن‘ جي ڪتاب جي سنڌي ترجمي ۾ سورداس جي انهيءَ پد جو هن ريت ترجمو ڪيو آهي:

وياس ڇيا سڪديو ڪي، ٻارهن سڪند ٻڌائي،
سورداس سي ئي ڇيا، ڀاشا پد ۾ ڳائي،
جو به ڀاڳوت ۾ سو ڳايان،
مان نت نت گرو ڪريا پايان!

سورداس جو لاڏاٽو ولڀ آچاريہ جي پٽ ۽ گديسر وٺل ناٿ جي سامهون، پارسوليءَ ۾، 1584ع ۾ ٿيو.

**سورنهن معجزه** (ڪتاب): هي ڪتاب پيغمبر اسلام ۽ سندس آل جي معجزن ۽ ڪرامتي واقعن تي مشتمل مشتاق مسرور باريچي جو ترتيب ڏنل آهي. ڪتاب جي مهاڳ ۾ معجزن جي واقعن جو تفصيل ڏنو ويو آهي. ڪتاب جا سترهن باب آهن. باب پهرين ۾ حضرت محمد مصطفيٰ صلي الله عليہ وسلم، باب ٻئي ۽ ٽئين ۾ حضرت علي ع، باب چوٿين ۾ بيبي فاطمة الزهرا سلام الله عليها، باب پنجين ۾ حضرت امام حسن ع، باب ڇهين ۾ حضرت امام حسين ع، باب ستين ۾ حضرت امام زين العابدين ع، اٺين باب ۾ حضرت امام جعفر صادق رض، نائين



باب ۾ حضرت ابوالفضل العباس ع، ڏهين باب ۾ ڏهن بيبين جي ڪهاڻي، يارهين باب ۾ حضرت امام موسيٰ ڪاظم ع، ٻارهين باب ۾ حضرت امام علي رضا ع، تيرهين باب ۾ حضرت امام حسن عسڪري ع، چوڏهين باب ۾ حضرت امام محمد مهدي، پندرهين باب ۾ بيبي سيده زينب سلام الله عليها جا معجزا، سورهين باب ۾ جهٽ پٽ (ترت) بيبيءَ جي ڪهاڻي ۽ سترهين باب ۾ عربيءَ ۾ زيارتون سنڌي ترجمي سان گڏ شامل آهن.

ڊيمي سائيز جي 144 صفحن تي مشتمل هي ڪتاب حيدري ڪتبخاني، پٽ شاهہ، 2009ع ۾ شايع ڪيو جنهن جي قيمت 90 روپيا آهي.

**سورة الانبياء**: هيءَ قرآن مجيد جي ايڪيهين سورة آهي، جنهن ۾ خدا جي پيغمبرن جي ذڪر هجڻ سبب ان جو نالو ’سورة النبياء‘ رکيو ويو آهي. البت هي لفظ (الانبياء) سورت جي ڪنهن آيت ۾ نہ آيو آهي. هن سورت ۾ ست رڪوع ۽ 112 آيتون آهن. هن سورت جي نازل ٿيڻ جو زمانو مڪي جو وچون دؤر آهي ۽ هي حبشہ ڏانهن هجرت جي ويجهي وقت ۾ نازل ٿي. سورت جي شروعات ۾ هدايو ويو آهي تہ ماڻهو غفلت جي ننڊ ۾ ستا پيا آهن ۽ انهن کي آخرت جي ڪا پرواهہ ڪانهي. جڏهن انهن کي ڪو جاڳائڻ/ سمجهائڻ لاءِ اچي ٿو تہ هي اُن کي تنگ ڪن ٿا. ڪڏهن ان جي تعليم کي مصنوعي چون ٿا، جڏهن تہ رسول هميشہ انسانن منجهان ئي ايندا آهن. اڳتي هلي هن سورت ۾ پيغمبرن جي عظمت ۽ سندن مخالفن جي هلاڪت، دشمنن جي هٿان مان انهن جي نجات جو ذڪر ۽ سندن تابعداري ڪندڙن کي زمين جو وارث سڏيو ويو آهي. خاص طور تي پيغمبرن سڳورن جي پاڪدامني ۽ پرهيزگاريءَ جو نهايت صفائيءَ سان بيان ٿيو آهي تہ اهي قول ۽ فعل ٻنهيءَ ۾ الله تعاليٰ جي رضا هيٺ هوندا آهن. سورة جو اختتام ان ڳالهہ تي ڪيو ويو آهي تہ حضور محمد ڪريم صلي الله عليہ وسلم جن دنيا ۾ ناڪام نہ ٿا ٿي سگهن ۽ آخرڪار ان جي مقبوليت وڌندي ويجهندي. ان ڳالهہ کي چٽو ڪيو ويو آهي تہ انبياء سڳورا ۽ سچا ماڻهو هميشہ ڪامياب رهن ٿا ۽ دشمنن جي بهتانن باوجود حق غالب رهي ٿو. هن سورة ۾ انبياء عليهم السلام جي پاڪدامني ۽ پرهيزگاريءَ جا ڪجهہ مثال ڏنا ويا آهن. جنهن جو مقصد آهي تہ سمورا پيغمبر انسان هئا، خدائيءَ جو انهن ۾ گمان ئي نہ هو. انهن تي بہ طرحين طرحين تڪليفون آيون ۽ مخالفن ڪين برباد ڪرڻ جون ڀرپور ڪوششون ڪيون، پيو تہ انهن جو دين هڪ ئي هو ۽ اهو ساڳيو ئي دين هو جيڪو آخري نبي حضرت محمد ڪريم صلي الله عليہ وسلم پيش ڪري رهيا آهن. اهو ئي اصل دين آهي، مگر ماڻهو گمراهہ ٿيندا پيا وڃن، جڏهن تہ ان جي پيرويءَ ۾ سندن نجات آهي. زمين جا بہ اهي وارث ٿيندا، جيڪي ان دين تي مڪمل طرح سان هلندا (شاهڪار اسلامي انسائيڪلوپيڊيا).

**سورة يٰس** (ڪتاب): هي ڪتاب پروفيسر ڪرار حسين جو لکيل آهي، جنهن جو سنڌي ترجمو نامور اديب، محقق ۽ شاعر مرزا عباس علي بيگ ڪيو آهي. هي ڪتاب قرآن مجيد جي 36هين ’سورة يٰس‘ جي ترجمي ۽ تفصيلي تفسير تي مشتمل آهي. سورة يٰس مڪي سورت آهي، جنهن ۾ پنج رڪوع ۽ ٽياسي آيتون آهن.



ڪتاب ۾ پيش لفظ ڪانسواءِ ڇهہ باب آهن. جن مان باب پهرئين ’سورة يٰس جي مضمونن جو تعارف‘، باب ٻئي ۾ ’پهرئين رڪوع‘، باب ٽئين ۾ ’ٻئي رڪوع‘، باب چوٿين ۾ ’ٽئين رڪوع‘، باب پنجين ۾ ’چوٿين رڪوع‘ ۽ باب ڇهين ۾ ’پنجين رڪوع‘ بابت تفصيل آهي. هن تفسير کي لکندي ڪيترن معتبر تفسيرن مان فائدو ورتو ويو آهي.“

هن ڪتاب ۾ سورة يٰس جي هر آيت جو الڳ الڳ ترجمو ڏئي، پوءِ تفسير ڏنو ويو آهي.

ڊيمي سائيز جي چار رنگي ٽائيٽل سان 248 صفحن تي مشتمل هي سورة يٰس جو تفسير، اسلامڪ اسٽڊي سينٽر ڪراچيءَ، 1999ع ۾ شايع ڪيو آهي، جنهن جي قيمت 100 روپيا آهي.

**سورهيه جو سڌ** (ڪتاب): 'سورهيه بادشاهہ پبليڪيشن' ڪپرو پاران ضلعي سانگهڙ مان هي ڪتاب اپريل 2011ع ۾ حاجي 'شاد' راهڙ ترتيب ڏيئي شايع ڪيو. هن ڪتاب ۾ حر تحريڪ دوران پيش آيل واقعن ۽ پير سائين پاڳاري ۽ سندس فقيرن جي جدوجهد تي مبني ليک شامل آهن. ڪتاب جي ليکڪن ۾ ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ، آفتاب نبي، نور احمد ميمڻ، فقير ملهار، شوڪت حسين شوري ۽ ٻين جون لکڻيون شامل آهن. 150 صفحن تي مشتمل هن ڪتاب جي قيمت 100 روپيا آهي.




**سورياسس** (Psoriasis: **چمڙيءَ جي بيماري**): هيءَ قدرتي/ فطري طور ٿيندڙ (constitutional) چمڙيءَ (Cutaneous) جو نهايت ئي موذي ۽ ڪهنو مرض آهي. هيءَ بيماري هڪ ڀيرو ٿيڻ ڪانپوءِ ورلي ڪو ڪنهن کي ڇڏي وڃي ٿي، نہ تہ مريض سان سڄي عمر نڀائڻ واري بيماري آهي. اهوئي سبب آهي، جو هيءَ بيماري هڪ نسل کان ٻئي نسل يا اڳيا بہ اڳتي سفر ڪري سگهي ٿي. ايتري مهلڪ ۽ ڪهني هوندي بہ هيءَ بيماري وچڙندڙ (Contagious) ۽ خارش (Scabies) وانگي عام پکڙجندڙ نہ آهي. عام طرح سان هيءَ بيماري ٽيهن سالن جي عمر وچ ۾ ڪنهن بہ وقت ٿي سگهي ٿي. ٻاروتڻ يا پيريءَ ۾ ڪانہ ٿيندي آهي، باقي هيڪڙ ٻيڪڙ اڏ وهيءَ ۾ بہ ٿيندي ڏٺي وئي آهي. عورتن جي مقابلي ۾ هيءَ بيماري مردن کي وڌيڪ ٿيندي آهي. هن بيماريءَ جون جدا جدا خاصيتون آهن، هر هڪ مريض تي ڌار ڌار اثر ڪري ٿي، ڪڏهن تہ سڄي عمر هجڻ جي باوجود مريض کي گهڻو پريشان نہ ڪندي آهي، ڪڏهن تہ ٿورو عرصو قائم هجڻ جي ڪري مريض لاءِ آزار ٻٽيل هوندي آهي.

دنيا ۾ سورياسس گرم ملڪن ۾ (گرميءَ) جي مقابلي ۾ ٿڌن ملڪن (ٿڌ) ۾ گهٽي کان گهٽي ٿيندي آهي. هن بيماريءَ جو جيڪڏهن علاج نہ ڪيو وڃي تہ بہ اونهاري (گرميءَ) ۾ يا تہ چمڙيءَ تان غائب ٿي ويندي آهي، يا وري ماٺِ ٿي ويندي آهي. سيارو (ٿڌ) ايندي ئي هيءَ بيماري پاڻمرادو اٿلي (Recur) پوندي آهي. سڄي دنيا ۾ چمڙيءَ جي سيني بيمارين جي مقابلي ۾ هن بيماريءَ جو ڳاڻيٽو 4% سيڪڙو آهي، جڏهن تہ پاڪستان ۾ 1% هڪ سيڪڙو آهي. اسان وٽ سنڌ ۾ اڳ ۾ هيءَ بيماري ورلي ڏسبي هئي، پر هاڻي سنڌ جي سخت موسمي اثر رکندڙ اترئين علائقن ۽ ساموندي پٽيءَ وارن شهرن ۾ اهڙا مريض ظاهر ٿين ٿا.

**بيماريءَ جا سبب** (Aetiology): ميڊيڪل سائنس جي بيمارين جي ڄاڻ جو علم (Pathology) اڃا تائين اهو ٻڌائي نہ سگهيو آهي تہ هيءُ مرض کهڙي روڳي جيوڙي (Pyogenic organism) جي ڪري ٿئي ٿو. دنيا جي گهڻين مهلڪ بيمارين وانگي هن بيماريءَ لاءِ بہ لکيو وڃي ٿو تہ Reasons are not known چمڙيءَ جي علاج جا ماهر ڊاڪٽر Dermatologists بہ هن بيماريءَ جي ٿيڻ جي سببن لاءِ پنهنجي راءِ ۾ ورهايل آهن. هڪڙن جو خيال آهي تہ هن بيماريءَ جو روڳي جيوڙو ساڳيو ڪوڙهہ جي روڳي جيوڙي Bacillus Leprae جي نسل (Genus) سان تعلق رکي ٿو (پر ان جي بہ ثابتي ڪانہ ٿي ملي) ٻين جو تہ اهو خيال آهي تہ هي نسلن کان وٺي ظاهر توڙي جسم ۾ دٻيل ٿئي ٿي، جيڪا ڪنهن نہ ڪنهن سبب جي ڪري ظاهر ٿي پئي ٿي. تنهنڪري هيءَ بيماري موروثي (Hereditary) آهي. گهڻن ماهرن جو اهو خيال آهي تہ هيءَ گهڻين هيٺين بيمارين مان ڪنهن هڪ جي ڪري ٿئي ٿي؛ جيئن سلفس (Syphilis: سوزاڪ جي زهر) ڪري سلهہ جي بيماري يا تہ مريض جي وڏن کي هجي، يا وري خود مريض کي هجي. ننڍن سنڌن، جيئن ڪُڙيءَ جو سور (Gout)، ڪنٺ مالا (Goitor) ۽ سنڌن جو سور (Rheumatism) وغيره اچي وڃن ٿا، پر ان لاءِ ڪابہ سائنسي ثابتي ڪانهي. باقي اهو ضرور ڏٺو



ويو آهي تہ سورياسس جا مريض 50% سيڪڙي کان بہ وڌيڪ يورڪ ايسڊ Uric acid ۾ ورتل هوندا آهن.

**بيماريءَ جا مرحلا ۽ علامتون/Stages and clinical symptoms**: هر هڪ قسم جي سورياسس جي داڻن توڙي ڦٽن جون علامتون جدا جدا آهن، پر بنيادي طرح هن بيماريءَ جي شروعات چانديءَ جي رنگ جي خشڪ ڇلرن (Scales) سان ٿيندي آهي، جيڪي ڇلر بيماريءَ جي منهن ڪڍڻ (Onset) تي عضون جي ٻيڪڙن (Flexures) پٺيءَ، پيٽ، هٿن توڙي پيرن جي ترين، منهن، مٿي ۽ جنسي عضون تي نڪرندا آهن. بيماريءَ جي منهن ڪڍڻ تي بيماريءَ جا ڊاڻا هڪٻئي کان پري بہ هوندا آهن ۽ ننڍا بہ هوندا آهن، پر جڏهن هيءَ بيماري وڌندي ۽ زور پڪڙيندي آهي تہ اهي داڻا وڏا ٿيندا آهن ۽ هڪٻئي ۾ ڳُتجي (coalesce) بہ ويندا آهن. بيماريءَ جي گهڻي زور پرڻ (اڳتي وڌڻ) تي اهي ڳتيل داڻا زخمن جي شڪل وٺي ويهندا آهن، ڪن مريضن جي زخمن ۾ ٻوءِ بہ ٿيندي

آهي ۽ انهن زخمن مان ڪڏهن ڪڏهن ٽسو پاڻي به ڳڙندو آهي. جيڪا بيماريءَ جي تمام گهڻي مهلڪ ۽ ڪهني حالت هوندي آهي.

(1) Psoriasis Punctata: هيءُ سورياسس جو پهريون مرحلو ۽ قسم آهي. هن قسم جي سورياسس جڏهن منهن ڪيندي آهي ته پهريان گلابي رنگ جا سرنهن جي داڻي (Musatrd seed) جيترا سڏا يا ڇهنبدار داڻا (Papules) نڪرندا آهن. اهي داڻا ڪجهه ڪلاڪن کان وٺي ٻن ڏينهن وچ ۾ خشڪ اچن چانديءَ جي رنگن جي ڇلرن (Scales) سان ڍڪجي ويندا آهن. جيڪڏهن انهن داڻن جي ڇلرن کي پٽبو ته ڇلرن جي هيٺان ڳاڙهي رنگ جي چمڙي ظاهر ٿيندي، جنهن ۾ رت جا ڦڙا به هوندا آهن.

(2) P:Guttata: ڪجهه ڏينهن کانپوءِ مٿيان داڻا آهستي آهستي وڏا ٿي هڪ رپئي جي ننڍي سڪي جيترا ٿي ويندا آهن. يعني انج جي چوٿين حصي جيترا ٿي ويندا آهن ۽ ڇلر ٿلها ٿي ويندا آهن.

(3) P: Nummularis : جڏهن داڻا اچا به وڏي ٻن روپين جي سڪي جيترا ٿي ويندا آهن. (يعني اڌ انچ جيترا) ته هتان بيماري پنهنجي مهلڪ شڪل ۽ خاصيت ڏانهن وڌڻ جي شروعات ڪندي آهي ۽ زور وٺندي آهي.

(4)P:Annulas : هن قسم ۾ جڏهن بيماري زور پريندي آهي ته داڻا لاڳيتا وڌي وڏا ٿي ويندا آهن ته هاڻي هڪٻئي کي ڳتجڻ (coalesce) جو مرحلو شروع ٿي ويندو آهي ۽ انهن ڳتيل داڻن ۾ هيڪڙ بيڪڙ وڍ (lession) پوندا آهن. ڪن ڳتيل داڻن جي وچ ۾ گول ڇلي (Ring) وانگر نشان به ٺهي پوندا آهن.

(5) P:Gyrata: هن قسم ۾ هڪ کان وڌيڪ وڍ پاڻ ۾ ملي وڏا گول چڪرا (Discold) ٺاهيندا آهن. جيڪي هڪٻئي کان پري ۽ جدا ٿي بيهندا آهن.

(6) P:Diffusa: هيءَ بيماريءَ جي چوٽ چڙهيل حالت هوندي آهي، جنهن ۾ بيماريءَ جا گهاوَ (Lessions) هڪٻئي سان ملي سڄي جسم تي جابجا پکڙجي ويندا آهن ۽ زخم ٿي ويندا آهن. انهن ڦٽن ۾ ڪڪ جهڙي بوءِ پيدا ٿيندي آهي ۽ اهي زخم گهڻي عرصي تائين قائم رهن ته انهن مان ٽسو/گند به ڳڙندو آهي.

(7) P:Scalp: هن قسم جي سورياسس ۾ بيماري مٿي جي چمڙي تي هوندي آهي، مٿي ۾ داڻن سان گڏ اڇي يا ڦڪي رنگ جون ٻڪي (Dandruff) وانگي ڪلون لهنديون آهن. بيماريءَ جي زور ۾ وارن جي پاڙن مان اهي سنهيون ڪلون/ ٻڦون ائين ڇڻنديون آهن، ڄڻ ڪنهن ڪٽڪ يا چانورن جو اٽو (Flour) هٿ سان وارن جي پاڙن ۾ هاري ڇڏيو هجي. جيڪو هر وقت مريض جي مٿي تان ڇڻندو رهندو آهي.

(8) P:scrotum: هن قسم جي سورياسس جو حملو خاص ڪري مردن جي خصين ۽ نهائينءَ تي هوندو آهي. سورياسس جڏهن مردن جي خصين يا نهائينءَ تي حملو ڪندي آهي ته خصين ۾ آزاريندڙ ڇتي خارش ٿيندي آهي. جيڪڏهن مرض گهڻو وڌيل هوندو ته خارش سان گڏ لڳلڳو ڇنبڙندڙ ٽسو/ گند به ڳڙندو آهي ۽ بيماريءَ هيٺ آيل خصيا ڳاڙها ٿي سخت ٿي ويندا آهن، جن ۾ سور ۽ سوڄ ٿي پوندي آهي. ڪڏهن ڪڏهن انهن ۾ جهير (Fissure) به پئجي ويندا آهن. جن مان سنهو ۽ ڇنبڙندڙ لڳلڳو/ ٽسو ڳڙندو آهي. هيءَ بيماريءَ جي وڌيل ۽ آزاريندڙ صورت هوندي آهي، جنهن ۾ مريض هڪ هنڌ فرحت سان ويهي به ناهي سگهندو.

(9) P:Universalis: هن قسم جي سورياسس ۾ مريض جي جسم جو ڪوبه عضوو سورياسس جي داڻن کان بچيل ڪونه هوندو آهي، مريض



جي سموري جسم تي سورياسس جا داڻا پکڙيل هوندا آهن. پر اهي داڻا نه ڳتيل هوندا آهن ۽ نه وري انهن ۾ ڦٽ هوندا آهن.

(10) P:Inverta: هن قسم جي سورياسس جي ڪري بيماريءَ هيٺ آيل چمڙي، داڻن، ڇلرن، ڦٽن ۽ گهاون ۾ آزاريندڙ سور هوندو آهي ۽ ساڳئي وقت ڇلر ۽ گهاوَ هڪ ٻئي ۾ ڳتيل هوندا آهن.

**پرهيز/ رک/ ڪِري** (Preventive Diet): دنبي جو ڳاڻو ۽ ماهيو گوشت سموري عمر لاءِ سورياسس جي مريض کي قطعي نه کائڻ گهرجي. ڪو به ڳاڙهو گوشت کائڻ سان هيءَ بيماري اٿلي به پوي ٿي ۽ وڌي به وڃي ٿي. تنهن ڪانسواءِ ٻاجهين ۾ گوار، ميها ۽ ڪدونه کائڻ گهرجن. خاص ڪري ان وقت، جڏهن بيماري جسم تي ظاهر ٿيل هجي. بيماريءَ دوران اهي ٻاجيون کائڻ سان بيماري ويتروڌي ويندي آهي. دنيا جا ماهر چمڙيءَ جا ڊاڪٽر هن بيماريءَ جو علاج ۽ سبب دريافت ڪرڻ ۾ رڌل آهن.

سنڌ مان پروفيسر ڊاڪٽر شاهه محمد مهيسر 'سورياسس' تي پي. ايڇ. ڊي ڪندڙ پهريون شخص آهي، هن بيماريءَ بابت سنڌس هڪ مقالو ڪتابي صورت ۾ جرمنيءَ مان ڇپيو آهي.

**سوڙهو (ديهه)** : تعلقي پني عاقل ۽ ضلعي سکر جي هڪ ديهه. جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

سوڙهو دريا خان ڪلهوڙو ۽ قادر بخش ڪلو.

**سوز هالائي**: نامور شاعر ۽ اديب سوز هالائيءَ جو اصل نالو الهڏنو ولد محمد پنيرو آهي. سوز هالائي 5 ڊسمبر 1937ع هالا پراڻا ضلعي حيدرآباد (هاڻوڪي مٽياريءَ) ۾ ڄائو. هن ابتدائي تعليم مدرسي محمديه اسلاميه هالا پراڻن مان ورتي ۽ 1950ع ۾ سنڌي فائينل جو امتحان گورنمينٽ پرائمري اسڪول هالا پراڻا مان ڏنائين. هن اديب سنڌي (1963ع) ۽ اديب عالم (1965ع) جا امتحان اورينٽل ڪاليج هالا مان ڏنا، مئٽرڪ 1965ع ۾ ڪئي، ايم. اي (سنڌي) 1947ع ۾ سنڌ يونيورسٽيءَ مان ۽ ايل. ايل. بي 1975ع ۾ سنڌ لا ڪاليج حيدرآباد مان ڪيائين. سوز هالائي شروع ۾ روينيو ۾ ٽپيدار مقرر ٿيو ۽ پوءِ روينيو ڪلارڪ، ان بعد جيلر ۽ آخر ۾ اسسٽنٽ مختيارڪار جي عهدي تان رٽائر ڪيائين.



سوز هالائيءَ 1963ع کان شاعريءَ جي شروعات ڪئي. هن شاعري جي سڀني صنفن تي طبع آزمائي ڪئي آهي. ريڊيو پاڪستان لاءِ سندس لاتعداد ڪلام رڪارڊ ٿيل آهن، جيڪي مختلف اسٽيشنن تان نشر ٿيندا رهن ٿا. سندس ٻه شعري مجموعا: (1) 'رنگ رتا پيچرا' (1979ع) ۽ (2) 'درشن ڏارو ڏار' 1992ع ۾ ڇپيا آهن. سندس آتم ڪٿا 'ڪويءَ جي ڪٿا' عنوان سان پڻ شايع ٿي چڪي آهي. سوز هالائي ريڊيو لاءِ ڪيترين ڪهاڻيون به لکيون آهن. سوز هالائي 'سنڌي ادبي سنگت' هالا ۽ سگا هالا جو جنرل سيڪريٽري پڻ رهيو آهي. پاڻ بزم طالب المولىٰ جو ميمبر به آهي ۽ ڪيترن ئي نوجوان شاعرن جي رهنمائي ڪري رهيو آهي. سوز هالائيءَ کي مختلف ادبي ادارن کان ڪيترائي انعام ۽ اعزاز مليل آهن.

**سوسن (ٻوٽو)**: هن ٻوٽي کي عام طور 'نرگس' جي نالي سان به سڃاتو وڃي ٿو. ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ، جامع سنڌي لغات جلد ڇهين ۾ هن ٻوٽي کي نرگس جو هڪ قسم ڄاڻايو آهي. انگريزي زبان ۾ هي ٻوٽو Lily ۽ Asiatic Lily ۽ Oriental Lily جي نالن سان مشهور آهي.



جڏهن ته نباتياتي زبان ۾ سوسن ٻوٽي کي Lilium چوندا آهن، جيڪو لاطيني ٻوليءَ جي لفظ Linnaean مان اخذ ڪيل آهي.

هيءَ Liliaceae ڪٽنب جو گُلدار ٻوٽو آهي، جنهن کي ڇتڪمرا گل ۽ سنهيون ڊگهيون ڏانڊيون ٿين ٿيون. هن جي ٻين عام جنسن ۾ نيل ڪنول، نيلوفر، آبي سوسن ۽ ڪوٽيءَ جو گل شامل آهن. عبراني ٻوليءَ مان بائيبل جي سڀني انگريزي ترجمن ۾ هن گل جو ذڪر Shushan، Shoshan ۽ Shoshanna نالن سان ملي ٿو. هن ٻوٽي مان 6 انچ قطر تي مشتمل نفير- شڪل (Trumpet- shaped) جا گل ڦٽن ٿا. 3 فوٽ ڊگهي (نازڪ) ڏانڊيءَ تي لڳ ڀڳ ڇئن کان اٺ گل ٽڙندا آهن. هنن گلن جي زندگي وڌ ۾ وڌ ٻن هفتن جي هوندي آهي.

هي سدا بهار ٻوٽو ٻه کان 6 فوٽ (180- 60 سينٽي ميٽر) تائين ڊگهو ٿئي ٿو. هن جا گل وڏا، اڪثر خوشبودار ۽ اڇي، پيلي، نارنگي، گلابي، ڳاڙهي ۽ واڱڻائي رنگن سميت مختلف رنگن جي امتزاجي شڪل ۾ به ملن ٿا. شادي يا ٻين خوشيءَ جي موقعن تي سجاوٽ توڙي گلدستن ۾ هن جي گلن جو تمام گهڻو استعمال ڪيو وڃي ٿو.

هيءُ ٻوٽو يورپ کان ويندي ننڍي کنڊ، جپان، ڏکڻ هندستان، چين، فلپائين، ڏکڻ ڪئناڊا، آمريڪا سميت سنڌ ۽ ٻين ملڪن ۾ وسيع پيماني تي ٿئي ٿو. پاڪستان ۾ تفريحي مقامن، باغن، گهرن ۽ ٻين هنڌن تي خوبصورتيءَ لاءِ پوکيو ويندو آهي. هن ٻوٽي ۾ بهار ۽ اونهاري جي مند ۾ گل ڦٽن ٿا. عام طور هي ٻوٽو ساوڪ وارن گرم علائقن ۽ ڏکڻ- اوڀر ايشيا ۾ جهجهي تعداد ۾ ٿئي ٿو. سونهن ۽ رنگن جي امتزاجي خوبصورتيءَ سبب هن ٻوٽي جي گلن جو ڪرو گلاب ۽ موتئي کانپوءِ ٽئين نمبر آهي.

**سوسي**: سوسي، ڪپڙي جو هڪ قسم آهي. سنڌ ۾ سوسيءَ کي 'گربي' به چيو ويندو آهي. هي ڪپڙو اصل سنڌ جي اولهه واري ملڪ ايران



جي شهر سوس يا سوسا ۾ ايجاد ٿيو. جيڪو قديم ايران جو هڪ شهر هو ۽ پوءِ تختگاهه بڻيو. سوسيءَ جي ڪپڙي ۾ سنهيون ليڪون ۽ پٽا ٿين ٿا. سنڌ ۾ سوسي ڪپڙي ٺاهڻ جو فن ايران کان آيو ۽ هاڻي سنڌ ۾ هن ڪپڙي جو وڏو چالا مان آهي ۽ صنعت جي صورت اختيار ڪري چڪو آهي. موجوده وقت سوسيءَ جي ڪپڙي کي سنڌ ۾ خاص اهميت حاصل آهي، ڪنوار کي شاديءَ رات خاص ڪري مُڪي جي پرت سان پريل پانچن واري سوسيءَ جي شلوار پارائي ويندي آهي. نياڻين کي ڏاج ۾ سوسيءَ جو ڪپڙو خاص شوق سان ڏيندا آهن. هن ڪپڙي متعلق هڪ ٻي راءِ آهي

تہ: سنڌ جي اسماعيلي خواجن واپارين ’تيونس‘ شهر مان هي ڪپڙو وٺي سنڌ جي ڪورين کان ٺهرايو هو. جنهنڪري مٿس ’سوسي‘ نالو پيو. هي ڪپڙو مختلف رنگن ۽ مختلف نمونن ۾ تيار ڪيو ويندو آهي. سوسيءَ جو ڪپڙو خاص ڪري نٽي، نصرپور، هالا ۽ ٻين شهرن ۾ ٺهندو آهي.

**سوشلزم** (نظريو): سوشلزم، هڪ اهڙو مڪتبہ فڪر يا نظريو آهي، جنهن ذريعي عالمي سطح تي انساني معاشري يا سماج ۾ انساني برابري، رواداري، امن ۽ استحڪام لاءِ نظرياتي اصول مربوط نموني پيش ڪيا ويا. هي نظريو صنعتي دؤر دوران اُسريو جنهن ۾ خاص طور فڪري آزادي ۽ بنيادي انساني حقن توڙي غير طبقاتي نظام برپا ڪرڻ لاءِ بنيادي ڪوششون ورتيون ويون ۽ نظرياتي پيش رفت ذريعي ماڻهن جي فڪري آزاديءَ لاءِ سگهاري انداز ۾ تحريڪ ڪڙي ڪئي وئي.

سوشلزم (سماج واد) جي مفڪرن هن نظرياتي ڌارا جي طُفيل هيٺين ۽ پيڙيل طبقي جي اثرائتي انداز ۾ پنيرائي ڪئي. سترهين صدي عيسويءَ کي ’يورپ جي فڪري ۽ خيالي آزادي واري صدي‘ چئجي ٿو. هن صديءَ ۾، يورپ ۾ آزاد خياليءَ جي تحريڪ شروع ٿي، جيڪا صنعتي انقلاب جي نتيجي ۾ حڪومت جي عدم مداخلت جي اصول تان دستبردار ٿي ۽ جمهوري آزاد خياليءَ هيٺ چونڊيل نمائندن جي حڪومت کي قانون سازيءَ ذريعي مداخلت جي حق ڏيڻ تي راضي ٿي، پر انسان جي آزادخياليءَ جي انهيءَ پسپائيءَ اُتي دنگ نہ ڪيو، بلڪ فڪر جي هڪ نئين مڪتب کي وجود ۾ آندو. جنهن کي سماجواد يا سوشلزم جو نالو ڏنو ويو. سوشلسٽ يا سماج وادي دانشورن، آزاد خيال جمهوريت پسندن کان اڳتي قدم وڌائي، آگاهہ ڪيو تہ غربت، بک ۽ بيماريءَ کي ختم ڪرڻ جو آسان طريقو اهو آهي تہ آمدني يا پيداوار جا جملي وسيلا (resources) حڪومت جي هٿ هيٺ آندا وڃن ۽ ڪنهن بہ فرد کي ذاتي ملڪيت رکڻ جو حق نہ ڏنو وڃي. اهڙو فڪر ڏيندڙ يورپ جي تاريخ تي گهرڙهي نظر رکندڙ عظيم مفڪر ’ڪارل مارڪس‘ Karl (Marx: 1818-1873) هو. جيتوڻيڪ ڪائنس اڳ اُنهيءَ مڪتبہ فڪر جا حامي بہ عظيم سماج وادي فلاسافر ’چارلس فوريئو‘ ۽ ’رابرٽ اوون‘، ارڙهين صديءَ ۾ ٿي گذريا هئا، جن کي ’يوٽوپين سوشلسٽ‘ چيو وڃي ٿو سندن خيال هو تہ، سندن نظرين تي عمل پيرا ٿيڻ سان انسان هڪ مثالي ۽ بهترين معاشري کي جنم ڏيئي سگهي ٿو اهڙي تجويز ڪيل معاشري کي ’يوٽوپيا‘ جي نالي سان سڏيائون.

**چارلس فوريئر** (1772ع-1837ع: Charles Fourier) هڪ فرينچ سماجوادي ۽ سماج سڌارڪ هو هن جي تجويز ڪيل معاشري ’يوٽوپيا‘ (Utopia) ۾ شادي ڪري، گهر ٻار پيدا ڪرڻ جي اجازت نہ هئي. سندس خيال هو تہ، شادي ڪانپوءِ عورتن جو سمورو وقت گهريلو ڪم ڪار ۽ ٻارن جي پرورش ڪرڻ ۾ وقف ٿي وڃي ٿو جنهنڪري ڪين زندگيءَ کي پُرلطف انداز ۾ گذارڻ ۽ زندگيءَ جون جملي لذتون حاصل ڪرڻ لاءِ وقت نٿو ملي ۽ نہ ئي وري ايڏين ذميوارين ڪانپوءِ منجهن ڪا ست يا طاقت باقي رهي ٿي. ساڳئي نموني سان هو مرد لاءِ بہ ائين چوي ٿو تہ، شادي ڪرڻ ڪانپوءِ مرد خود غرض بڻجي ويندا آهن ۽ پنهنجي گهريلو زندگي ۽ خاندان جي ضرورتن کي پورو ڪرڻ لاءِ سوچيندا آهن. يعني سماج ۾ شادي ڪرڻ هڪ اهڙي رسم آهي، جنهن سان مرد توڙي عورت انفرادي طرح سان آزاد زندگي گذاري نٿا سگهن، بلڪ اُهي ازدواجي زندگي ۽ پنهنجي گهرتائين محدود زندگيءَ کي گذارڻ تي مجبور ٿين ٿا. اُن ڪري نہ ڪين فڪري آزادي ملي سگهي ٿي ۽ نہ وري اهي زندگيءَ جون لذتون ماڻي سگهن ٿا. چارلس فوريئر جو خيال آهي تہ آخرڪار خاندان جو سماجي ادارو ختم ٿيڻو آهي ۽ ٻارن جي پرورش، تعليم ۽ تربيت معاشري جي ذميواريءَ جو حصو بڻجي ويندي. هن جي مثالي معاشري واري مڪتبہ فڪر ۽ سوچ جي ڪنهن بہ پيروي نہ ڪئي.

**رابرٽ اوون** (1771ع- 1858ع: Robert Owen) جو خيال هو تہ انسان جي فطرت ۾ ڪا بہ خرابي نہ آهي، بلڪ ان جو ذميوار سماجي ماحول آهي، مثال طور: هڪ غريب پنهنجي گدلائي، جهالت يا اُڃاٽائي، نشي جي عادت ۽ مختلف ڏوهن ڪرڻ لاءِ ڏوهي نہ آهي، بلڪ اها طرز معاشرت، معاشري يا سماج جي پيداوار آهي. جيڪڏهن انهن کي هڪ بهتر سماج ڏنو وڃي ها تہ اهي پنهنجو پاڻ کي سٺو شهري ثابت ڪن ها. اُن جو واحد سبب غربت ۽ مفلسي آهي، جيڪا ڪين خرابيءَ ڏانهن ڌڪي رهي آهي. ان خرابيءَ مان پيدا ٿيندڙ حالتون انسان کي ڏوهي ۽ مجرم بڻائن ٿيون. هن تجويز ڏني تہ: ”سماج وادي معاشرا پيدا ڪيا وڃن تہ جيئن سرمائيدارن جي نفعي لاءِ چتاپيتيءَ جي پاڙ پٽي سگهجي.“ ان مقصد لاءِ آمريڪا جي انڊيانہ رياست ۾ نيو هارمنيءَ جي مقام وٽ 1825ع ۾ هڪ اهڙي ئي معاشري جو بنياد وڌو ويو. جنهن جو مقصد خرابين کي ٻنجو ڏيڻ کان سواءِ پوري معاشري لاءِ اجتماعي طور ڪمائڻ هو. هن تجربي ۾ رابرٽ اوون کي ناڪامي ملي ۽ هو انگلينڊ واپس ويو جتي وقت جي اُسرندڙ مزدور تحريڪ جي سرواڻيءَ ۾ ڀرپور ورتائين.

**ڪارل مارڪس** اهڙي تحقيق ۾ منطق ۽ دليل تي ٻڌل فڪر پيش ڪيو. سندس خيال ۾ يوٽوپيائي مفڪر ۽ سوشلسٽ، خوابن جي دنيا ۾ رهندڙ هئا، تنهنڪري هن بجاءِ خوابن ۽ خيالن جي تاريخ جي تمام وسيع مطالعي ڪانپوءِ سائنسي ۽ دليلن تي ٻڌل فڪر ڏنو. ان نظريي جون چند اهم ڳالهيون هي آهن:

(1) اقتصادي قوتون تاريخ ٺاهن ٿيون.

(2) سرمائيدارن ۽ پورهيتن جي وچ ۾ ’طبقاتي جنگ‘ جاري رهي ٿي.

(3) انسان جي جسم ۽ روح جي غربت لاءِ سرمائيداري نظام جوابدار آهي.

(4) آخرڪار طبقاتي جنگ ۾ سرمائيداري نظام ختم ٿي ويندو.

عالمي لحاظ کان مارڪس جي هن نظريي جو اثر تمام گهرو ٿيو، جنهنڪري مزدور ۽ پورهيت طبقو سرمائيداري نظام خلاف ٿي پيو. مارڪس جي مڪتبہ فڪر جي پوئيواري ڪندڙ ويهين صديءَ ۾

عالمي تاريخ جا سرجڻهار بڻيا. انهن مان چين ۾ ’مائوزي تنگ‘، روس ۾ ’لينن‘، ڪيوبا ۾ ’ڪاسترو‘ ۽ ويتنام ۾ ’هوچي منھ‘، نئين تاريخ جو بنياد وجهندڙ عظيم انقلابي سورمن ۽ ڪامياب سياستدانن طور دنيا ۾ وڏي مڃتا حاصل ڪري چڪا آهن. انهيءَ وچ ۾ ڪميونزم ۽ سوشلزم جا مختلف ڪردار، روپ ۽ نظريا پڻ ڏسڻ ۾ اچن ٿا. انهن مان ڪيترن اڻٽ مفڪرن ڪميونسٽ انقلاب جي عالمي ۽ تاريخي عمل جي نظريي کي رد ڪري ان جاءِ تي سماجي ارتقاءَ جي نظريي کي قائم رکيو آهي. اهڙي طرح دنيا ۾ اڄ به ڪيترن ئي ملڪن ۾ سوشلسٽ تنظيمون پنهنجو اهم سياسي ڪردار نڀائي رهيون آهن. مؤرخن سماجي انقلاب جي وضاحت ڪندي مارڪس جي نظريي هيٺ اقتصاديات جي نقطي تي وڌيڪ روشني وڌي آهي. اقتصادي بنيادن تي ان جا ڪيترائي مثال ملن ٿا جهڙوڪ: رومن شهنشاهيت جي زوال جا سبب، سترهين صدي عيسويءَ ۾ اسپين جي عالمي حيثيت جو خاتمو ۽ ان جا سبب، فرينچ انقلاب ۽ آمريڪي انقلاب انهي تسلسل جون اهم ڪڙيون آهن.

**سوڪ نئن:** هيءَ نئن ٽاٽي بولا خان، محال ڪوهستان جي نئن آهي، سوڪ نئن ڪيرترجبل ڪان نڪري ٿي، ٽاٽي بولا خان جي ڏکڻ مان ٿيندي نوري آباد وٽ سپرهاءِ وي جي اترم ختم ٿئي ٿي.

**سول اسپتال حيدرآباد:** حيدرآباد، سنڌ جو ثقافتي شهر آهي، پر هتي ڪنهن وڏي اسپتال جو وجود سئو سوا سول سال مس پراڻو آهي. انگريزن جي سنڌ تي قبضي ڪانپوءِ هتي سول اسپتال سان لاڳو سنڌ



ميڊيڪل اسڪول 1881ع ۾ قائم ڪيو ويو ان کان اڳ رڳو سول اسپتال هئي، جيڪا 1894ع تائين سر ڪائوسجي سائيڪاٽرسٽ (نفسياتي) اسپتال ڪان سواءِ شهر جي واحد اسپتال هئي، جيڪا پوليس اسپتال جي اشتراڪ سان هلندي هئي. سول اسپتال جي نئين عمارت 1894ع ۾ ٺهي، جڏهن ته ان ڪان اڳ هتي رڳو ٻه وڏا هال هئا، جيڪي اڄ به ٻاهرئين طرف اسپتال جي اُڀرندي ڪنڌ تي نظر اچن ٿا، انهن مان هڪ ۾ ليبارٽري هئي ۽ ٻيو لائبريءَ طور استعمال ٿيندو هو. نئين عمارت جو تخمينو 88173 روپيا لڳايو ويو. هتي پهرين 72 بسترن جي اسپتال قائم ڪئي وئي، جيڪا بعد ۾ 104 بسترن تي مشتمل ٿي. گڏوگڏ

سول سرجن سان گڏ چار اسسٽنٽ سرجن مقرر ٿيا، جيڪي هن اسپتال ۾ پڙهائيندا هئا. اڳتي هلي هيءَ اسپتال 24 ئي ڪلاڪ کليل رهي. ورهاڱي ڪانپوءِ هن اسپتال وڏي ترقي ڪئي ۽ 1964ع ۾ هتي ائٽمڪ انرجي ميڊيڪل سينٽر قائم ٿيو. جڏهن ته 1963ع ۾ هتي ڊينٽل اسڪول ۽ اسپتال قائم ٿي چڪي هئي. سنڌ يونيورسٽيءَ جي سهڪار سان چائلڊ هيلٿ، اِي. اين. ٽي ۽ پيٿالوجيءَ جي اعليٰ تعليم شروع ٿي. هن اسپتال کي پاڪستان جي سڀ ڪان وڏي اسپتال چئبي سگهجي ٿو جنهن ۾ 1500 بسترن جي گنجائش آهي، جڏهن ته ٻن هزارن ڪان مٿي ماڻهن کي طبي سهوليتون ڏئي سگهجن ٿيون. اسپتال سان هڪ ميڊيڪل ڪاليج (هاڻي يونيورسٽي)، هڪ نرسنگ اسڪول، پيرا ميڊيڪل اسڪول، ڊينٽل اسڪول، اٽامڪ انرجي ميڊيڪل سينٽر ڪانسواءِ اکين جي اسپتال ڪم ڪري رهي آهي. ويجهي ماضيءَ ۾ گڙدن جي صفائيءَ جو جديد شعبو به قائم ڪيو ويو آهي. هي ڪراچيءَ ڪان ٻاهر باقي سڄي سنڌ جي اکين جي به واحد سرڪاري اسپتال آهي، جيڪا معيار جي لحاظ ڪان بين الاقوامي طور مڃيل آهي. اسپتال جا ڊاڪٽر ۽ سرجن ماهر آهن. سرجن محمد حسن لغاريءَ سول اسپتال ۾ جيري جي پيوندڪاري ڪري دنيا کي حيران ڪري ڇڏيو آهي. هتي نيورو سرجريءَ جو به انتظام آهي، گائناڪالوجي، يورولاجي، پيٿالوجي ۽ اوپٿيمالوجيءَ جو معيار نهايت اعليٰ آهي. هڪ وارڊ سڙيل ماڻهن لاءِ آهي، (Burn ward) جڏهن ته هڪ وارڊ پلاسٽڪ سرجريءَ جو به آهي. سول اسپتال حيدرآباد، لياقت ميڊيڪل يونيورسٽي آف ميڊيڪل اينڊ هيلٿ سائنسز ۽ ميڊيسن جي الحاق سان هلي رهي آهي ۽ عالمي معيار جي اسپتال آهي، جيڪا حيدرآباد ۽ ڄامشوري ۾ هڪ ئي وقت ڪم ڪري رهي آهي. ڄامشوري ۾ هن اسپتال کي 120 ايڪڙن جي ايراضيءَ تي هڪ ڪروڙ 25 لکن روپين جي لاڳت سان تعمير ڪيو ويو. جتي درجنين آپريشن ٿيئيٽر ۽ اندازاً 500 بسترن جو انتظام آهي.

**سول اسپتال ڪراچي:** جڏهن انگريزن ڪراچيءَ تي قبضو ڪيو ته شهر کان ٻاهر ’عيدگاهه ميدان‘ ويجهو، هڪ خالي جاءِ تي انگريز فوجين پڙاءُ ڪيو. ان هنڌ تي هنن 1839ع ۾ هڪ ڊسپينسري قائم ڪئي،



جيڪا موبائيل ڊسپينسري هئي ۽ فقط فوجين لاءِ هئي. 1846ع جي وچڙندڙ بيماريءَ ڪانپوءِ فوجي ڪئمپ هٽائي صدر واري علائقي ۾ منتقل ڪيو ويو. پر ڊسپينسري اتي ئي قائم رهي ۽ ان کي اسپتال ۾ تبديل ڪيو ويو. اُها ڪراچيءَ جي پهرين ڊسپينسري ۽ اسپتال هئي. 1854ع ۾ هتي هڪ ڪشادي اسپتال تعمير ڪئي وئي ۽ ان کي عام ماڻهن لاءِ به کوليو ويو ۽ اسپتال جو نالو سول اسپتال (Civil Hospital) رکيو ويو. جنهن جي اڏاوت تي اُن وقت 6876 روپيا خرچ آيو هو. 1858ع ۾ هن اسپتال کي 'سنڌ ريلوي ڪمپنيءَ' جي حوالي ڪيو ويو. ان ۾ وڏيڪ وارڊ قائم ڪيا ويا، نرسن جي رهائش لاءِ ڪوارٽر تعمير ڪيا ويا. ان ڪانپوءِ هن اسپتال کي ڪراچي ميونسپالٽيءَ جي حوالي ڪيو ويو.

سول اسپتال جو پهريون انچارج مسٽر ارامسي (Mr. Aramsay) هو ۽ مسٽر رستم کي سڏوا اُن جو اسسٽنٽ هو. 1946ع ۾ هتي 'ڊائو ميڊيڪل ڪاليج' قائم ڪيو ويو. هن وقت هيءُ 'سول اسپتال' ڪراچيءَ جي وڏي ۾ وڏي سرڪاري اسپتالن مان هڪ آهي.

اسپتال جي رڪارڊ موجب 57-1956ع ۾ هن اسپتال ۾ 1894 مريضن جو علاج ڪيو ويو. جن مان 46 مريضن کي داخل ڪيو ويو ۽ مريضن تي هر سال 2519 روپيا خرچ آيو. 59-1958ع ۾ 2903 مريضن جو علاج ڪيو ويو. جن تي 2191 روپيا خرچ آيو ۽ ان سال 68 مريض داخل ٿيا. 1879ع ۾ ڪراچيءَ ۾ لازمي ٽڪن لڳائڻ جو ائڪٽ (Compulsory Vaccination Act 1879) منظور ڪيو ويو، جنهن لاءِ الڳ ادارو قائم ڪيو ويو. اداري ۾ هڪ سپرنٽينڊنٽ ويڪسينيشن، ويڪسينيٽر، هڪ ڪلارڪ، ٻه ڪمپائونڊر ۽ هڪ سپاهي ڀرتي ڪيا ويا. هي عملو گهر گهر وڃي ماتا ۽ ٻين بيمارين جا ٽڪا هڻندو هو. ٽڪو نه هڻائيندڙن تي ڏنڊ وڌو ويندو هو. جنهنڪري بيمارين تي ضابطو اچڻ لڳو. هن اداري ڪانپوءِ ماتا جي بيماريءَ جي صورتحال ائين رهي ته 84-1983ع ۾ 434 ماتا جي مريضن مان 108 ماڻهو فوت ٿيا، ٻين جو علاج ڪيو ويو. 85-1984ع ۾ ماتا جا ڪل 4 ڪيس ٿيا. سال 86-1985ع ۾ ماتا جا 17 ڪيس داخل ٿيا، جن ۾ ٽي مريض مئا. سال 87-1986ع ۾ شهر ۾ 10 ڪيسن مان ٽي فوت ٿيا.

ورهاڱي ڪانپوءِ، سول اسپتال سان گڏ گردن جي علاج لاءِ اسپتال ناهي وئي، جنهن کي اڳتي هلي ڊار اسپتال جو درجو ڏنو ويو آهي.

**سول سروسز اڪيڊمي** (CSA): سول سروسز اڪيڊمي پاڪستان ايڊمنسٽريٽو سروس (PAS) جي نون آفيسرن جي ٽريننگ لاءِ 1948ع ۾ قائم ڪئي وئي. ان وقت اداري جو نالو 'پاڪستان ايڊمنسٽريٽو سروس اڪيڊمي' هو. سول سروس آف پاڪستان (CSP) ريزوليوشن ڪانپوءِ اڪيڊميءَ جو نالو مٽائي 'سول سروس اڪيڊمي' رکيو ويو ۽ اُن جي عمارت ريس ڪورس ڪورٽ (موجوده سرڪٽ هائوس) لاهور ۾ قائم ڪئي وئي، جيڪا بعد ۾ پراڻي ريزيڊنسي اسٽيٽ، شاهراهِ قائداعظم لاهور ۾ منتقل ڪئي وئي. 1963ع ۾ هن اڪيڊميءَ ۾ 'پاڪستان فارين سروس' (PFS) جي نون آفيسرن جي ٽريننگ شروع ڪرائي وئي. بنگلاديش جي ٺهڻ ۽ راجشاهيءَ ۾ قائم پوليس اڪيڊميءَ کي تمام گهڻي نقصان پهچڻ ڪانپوءِ 1972ع ۾، 'پوليس سروس آف پاڪستان' (PSP) جي نون آفيسرن جي ٽريننگ به هن اڪيڊميءَ ۾ شروع ڪرائي وئي. ساڳئي سال 'انفارميشن سروس آف پاڪستان' (ISP) جي نون آفيسرن جي ٽريننگ به هن اداري ۾ ئي شروع ڪرائي وئي.



1950ع واري ڍاڪي جي وچ ڌاري پاڪستان سرڪار 'فنانشل سروسز اڪيڊمي' (FSA) قائم ڪئي، جنهن ۾ 'پاڪستان ٽيڪسيشن سروس' (PTS)، 'پاڪستان ڪسٽمز اينڊ ايڪسائيز سروس' (PCES)، 'پاڪستان آڊٽ اينڊ اڪائونٽس سروس' (PAAS)، 'پاڪستان ريلويز اڪائونٽس سروس' (PRAS) ۽ 'پاڪستان ملٽري اڪائونٽ سروس' (PMAS) جي آفيسرن جي ٽريننگ ڪئي ويندي هئي. هيءَ اڪيڊمي، والٽن لاهور ۾ قائم ڪئي وئي هئي. هن اڪيڊميءَ جي تمام وڏي ڪئمپس لاهور جي پسگردائيءَ ۾ والٽن ۾ قائم ڪئي وئي، جيڪو لاهور جو هڪ ننڍڙو ڳوٺ هو. هن وقت هن اڪيڊميءَ جي هڪ ڪئمپس والٽن ۾ آهي، جڏهن ته ٻي ڪئمپس مال روڊ لاهور ۾ آهي، جتي 'ڊسٽرڪٽ مئنيجمينٽ گروپ' جي آفيسرن جي ٽريننگ ٿيندي آهي.

1973ع جي انتظامي سڌارن ڪان پوءِ پاڪستان جي وفاقي ڪاتن ۾ 'سي. ايس. ايس' (CSS) جي مقابلي جو امتحان پاس ڪري ايندڙ سمورن آفيسرن لاءِ گڏيل ٽريننگ واري رٿ کي عملي شڪل ڏيڻ لاءِ 'ڪامن ٽريننگ پروگرام' (CTP) شروع ڪيو ويو. جنهن مقصد لاءِ 'سول سروسز اڪيڊمي' ۽ 'فنانس سروسز اڪيڊميءَ' کي گڏائي 'اڪيڊمي فار ايڊمنسٽريٽو ٽريننگ' (AAT) نالو ڏنو ويو. جنهن کي پهرين نومبر 1981ع تي ملڪ جي صدر 'سول سروسز اڪيڊميءَ' (CSA) جو نالو ڏنو ابتدا ۾ سول سروسز اڪيڊمي، اسٽيبلشمينٽ ڊويزن جي هٺ هيٺ ڪم ڪندڙ ادارو هو جنهن کي پوءِ هڪ الڳ بورڊ آف گورنرس ذريعي خودمختيار ادارو بنايو ويو هن وقت هيءَ اڪيڊمي ملڪ جي چئن 'نيپاز'- (National Institute for Public Administration) NIPAS ۽ 'پاسڪ'- (Pakistan Administrative Staff College) PASC سميت

’نيشنل اسڪول آف پبلڪ پاليسي‘ (NSPP) ۾ ضم ڪئي وئي آهي، جنهن جو چيئرمئن پاڪستان جو صدر آهي.



هن وقت اڪيڊميءَ جي والٽن واري ڪئمپس ’سي. ايس. ايس‘ پاس ڪندڙ آفيسرن جي ’ڪامن ٽريننگ پروگرام‘ (CTP) لاءِ مخصوص آهي ۽ ٻي ڪئمپس ’ڊسٽرڪٽ مئنيجمنٽ گروپ‘ (DMG) جي نون آفيسرن جي ’اسپيشلائيزڊ پروگرام‘ (STP) لاءِ مخصوص آهي. اڪيڊميءَ جو بالا آفيسر ڊائريڪٽر جنرل آهي، جيڪو ٻنهي ڪئمپسن جي آفيسن جي سنڀال ڪندو آهي.

**سول سروس اڪيڊمي، سنڌ، ڪراچي:** سينٽرل سيڪريٽريٽ سروس (CSS) جي سنڌ سان واسطو رکندڙ، تازن ٽريننگ ورتل آفيسرن جي جاب ٽريننگ ’سول سروس اڪيڊمي سنڌ، ڪراچيءَ‘ ۾ ڪئي



ويندي آهي، جنهن جو قيام 2012ع ۾ ٿيو آهي. هتي پراونشل سول سروس (PCS) جي ڪامياب اميدوارن جي لاءِ پڻ تربيتي ڪلاس ۽ ’جاب ٽريننگ‘ جو انتظام آهي. هن اڪيڊميءَ جي آفيس ڪلفٽن تي، سائوٿ سٽي اسپتال جي پرسان آهي.

**سول سوسائٽي:** سول سوسائٽي اجتماعي طور مختلف مڪتبہ فڪر جي ماڻهن تي مشتمل هڪ حلقو هوندو آهي. Civil Society لاطيني ٻوليءَ جو اصطلاح/ لفظ آهي. سول سوسائٽي هڪ روايتي رياستي سرشتي، پيداواري قوتن ۽ ملڪي حاڪميت کان جدا ۽ آزاد ماڻهن جو ميڙ آهي، جيڪو سماج جي ٻين مختلف ادارن ۽ سرشتن جي سهڪار سان عوام جي سياسي، معاشي، نظرياتي، ثقافتي ۽ ٻين لاتعداد سوچن جي اظهار جو ذريعو بڻجي ٿو. جڏهن ته عام طرح سول سوسائٽيءَ جو تصور انساني سماج ۾ فرض جي ادائگيءَ، قانون ۽ انساني حقن جي احترام تي به زور ڏئي ٿو. اوڻيهين صديءَ جي وچ ڌاري رياستي اختيارين ۽ سماج جي باشعور حلقن ۾ موجود فرق کي ڏسندي، آزاد فرد، تنظيم ۽ ادارن جي الڳ سڃاڻپ تي زور ڏنو ويو. جڏهن ته هاڻوڪي دؤر ۾ سول سوسائٽيءَ کي ڪنهن به رياست ۾ جمهوري اصولن جي پاسداريءَ لاءِ هڪ اهم جزو سمجهيو ويندو آهي. روايتي طور غير سرڪاري تنظيمون هن حلقي ۾ اهم مقام حاصل ڪري چڪيون آهن ۽ غير روايتي سماجي ميڙ، تنظيمون، گروهه، سماجي اوسرءَ پلائي لاءِ جاکوڙيندڙ فرد سول سوسائٽيءَ جو حصو ٿي چڪا آهن. اهي ڌريون گڏجي فرد ۽ ادارن کي رياستي ۽ آمريتي جبر کان تحفظ ڏيارڻ ۾ سرگرم ڪردار ادا ڪن ٿيون. ڪجهه رياستن ۾ غير معياري حڪمراني ۽ سياسي انتشار کي نظر ۾ رکندي، غير سرڪاري تنظيمن کي ماحولياتي ۽ انتظامي شعبن ۾ اهميت حاصل رهي آهي، جنهنڪري ڪائنٽ قانون سازيءَ جي عمل ۾ پڻ مدد ورتي ويندي آهي. جڏهن ته سول سوسائٽي سڄيءَ دنيا ۾ تنقيد جو نشانو به ٿيندي رهي آهي، پر هن وقت به بين الاقوامي امن اپياس جي حوالي سان سول سوسائٽيءَ کي خاص اهميت آهي.

**سول لائين ڪوارٽرس:** ڪراچيءَ جو سول لائين ڪوارٽرس ڪافي قيمتي عمارتن، پڪڙيل ميدان ۽ گهڻ آباديءَ تي مشتمل علائقو آهي. هن علائقي جي وڏين عمارتن ۾ فريئر هال (1865ع) ٽرنٽي چرچ (1855ع) سنڌ ڪلب، نيپئر بيرڪس شمار ٿين ٿا. فريئر هال باغن جي وچ تي آهي، جڏهن ته ٽرنٽي چرچ ۽ انهيءَ جو خوبصورت ٽاور (پوءِ جنهن جي ڊيگهه گهٽائي وئي) الفنسٽن اسٽريٽ ۽ وڪٽوريا روڊ جي وچ تي 15 ايڪڙن تي موجود هئا. اهي ڪشادا باغ، الفنسٽن اسٽريٽ جي اوڀر ۾ اسٽاف لائين آفيسرن جي بنگلن، گورنمينٽ هائوس ۽ ڪليڪٽرن جي بنگلن جي وچ ۾ خوبصورت منظر پيش ڪندا هئا. گورنمينٽ هائوس (ڪمشنر جي رهائش) جو اصل داخلي رستو وڪٽوريا روڊ هو. جيڪو ٽرنٽي چرچ، فريئر هال ۽ سنڌ ڪلب تائين هو. فريئر هال جي پٺيان وارو علائقو جيڪو هيولاڪ ۽ اسڪينڊل پوائنٽ روڊ جي وچ تي هو، اتي هڪ گرائونڊ ٺاهيو ويو، جيڪو پولو گرائونڊ جي نالي سان ڪافي مشهور ٿيو. هن وقت ان کي ’باغ قائداعظم‘ سڏيو وڃي ٿو. 1960ع ڌاري پولو گرائونڊ جي پيمائش گهٽائي ان جي ڪجهه حصي ۾ انٽرڪانٽينينٽل هوٽل جي عمارت ٺاهي وئي. الفنسٽن اسٽريٽ جيڪا ڇانوڻي ۽ سول لائين ڪوارٽرس کي ملائي ٿي. الفنسٽن اسٽريٽ ڏکڻ طرف فريئر اسٽريٽ سان ملي ٿي ۽ فريئر اسٽريٽ اسٽيشن تي ختم ٿئي ٿي. سول لائين ڪوارٽرس جو هڪ ٻيو اهم روڊ ڪچهري روڊ هو. جيڪو سول لائين ڪوارٽرس کي بندر روڊ سان ڳنڍيندو هو. ڪچهري روڊ ۽ وڪٽوريا روڊ ڏکڻ طرف جتي ملندا هئا، اتي پوءِ ڪلفٽن برج ٺاهي وئي.

موجوده وزيراعليٰ هائوس (اصل جڊيشنل ڪمشنر هائوس)، هارڊلي هائوس (جتي چيف سيڪريٽري رهي ٿو) ۽ قصر ناز جون عمارتون به هن علائقي ۾ آهن.

**سول نافرماني:** سول نافرمانيءَ جي اصطلاح جي لغوي معنيٰ 'شهري انحرافي' آهي. ان کي 'Civil Disobedience' چيو ويندو آهي. ڪنهن به جدوجهد دوران انفرادي يا اجتماعي سطح تي شعوري طور قانون جي ڀڃڪڙيءَ جو عمل، جيڪو عدم تشدد وارن طريقن سان ڪنهن به تڪرار کي حل ڪرڻ ۾ مددگار ثابت ٿئي، ان کي 'سول نافرماني' چئبو آهي. هيءُ لفظ نامياري مفڪر 'هنري ڊيوڊ ٿوريو' 1849ع ڌاري متعارف ڪرايو هو. جنهن کي ان وقت حڪومتي ضابطن خلاف شهري احتجاج جي پسمنظر ۾ ڪتب آندو ويو. سندس خيال موجب: "بين الاقوامي سطح تي ٿيندڙ غير اخلاقي قانون سازيءَ خلاف جاکوڙ سچائيءَ جو هڪ اهم اظهار آهي." جڏهن ته تاريخي حوالن مان ڄاڻ ملي ٿي ته سول نافرمانيءَ جو تصور برطانيا جي نامياري فلاسافر 'گرين ول شارپ' 1770ع ۾ آمريڪي آزاديءَ واري جدوجهد دوران برطانوي فوجي چڙهائيءَ جي مخالفت ۾ احتجاج طور پنهنجي جنگي عهدن تان استعيفا ڏيڻ واري عمل کان متاثر ٿي وجود ۾ آندو. ان کانسواءِ 1947ع ۾ هندستان جي آزاديءَ واري تحريڪ ۽ 1949ع ۾ آفريڪي نيشنل ڪانگريس طرفان ڏکڻ آفريڪا ۾ اختيار ڪيل پُرامن سياسي حڪمت عملي سول نافرمانيءَ واري تصور جي بهتر عڪاسي ثابت ٿي، جنهن ۾ پُرامن جلسا، جلوس، هڙتالون، حڪومتي قانون جي ڀڃڪڙي، ڌرڻا، دستخطي مهم، عدم تعاون ۽ بائيڪاٽ سميت ٻيا به قدم شامل هئا، جيڪي ڪنهن به اختياريءَ کي امن واري دٻاءَ جي نتيجي ۾ عوامي مطالبن آڏو ڪنڌ جهڪائڻ تي مجبور ڪن ٿا. موجوده دور ۾ سول نافرماني، قانون جي ڀڃڪڙيءَ جي طرفداري نٿي ڪري، پر اها سرگرمي متيبد تي ٻيٺل قانون جي منسوخي ۽ غير قانوني قدمن جي روڪ خاطر اهم ڪردار ادا ڪري ٿي.

**سولنڪي:** ايس. ايم. چنا جي لکت موجب سولنڪي راجپوتن جي نسل مان آهن. سولنڪي لفظ اصل ۾ سنسڪرت جو لفظ 'سولڪ شانا' مان نڪتل آهي جنهن جي معنيٰ آهي 'خاص نشانين وارو'. چيو وڃي ٿو ته هنن 931ع ۾ چوهاڻن تي فتح پاتي هئي. خير محمد ٻرڙي جي لکڻ موجب هنن جي نسبت گجر ذات سان آهي. ڏهين صدي عيسويءَ ۾ هن ذات وارن گجرات تي حڪومت ڪئي هئي. ابو ظفر ندوي جي 'تاريخ گجرات' موجب هي اصل سنڌ جا رهاڪو هئا ڪن سببن ڪري هو سنڌ ڇڏي گجرات آيا. صدين کانپوءِ هو موٽي پنهنجي وطن سنڌ آيا. گُجرن جو 62 نکون هيون، انهن مان هڪڙي نک 'چالوڪيا' آهي. ان چالوڪيا جي هڪ شاخ 'سولنڪي' چئي وڃي ٿي. ڪرنل ٽاڊ 'تاريخ راجستان' ۾ سولنڪين جون 16 شاخون ڄاڻايون آهن: (1) ٻاگيل، (2) پيرپور، (3) ڀهيلا، (4) پرتا، (5) ڪلاچا، (6) لانگاها، (7) توگر، (8) برڪو، (9) سرڪي، (10) سرواريا، (11) رئوڪا، (12) رنيڪيا، (13) ڪارارا، (14) تنتيا، (15) الميچا، (16) ڪالامور. راجپوتانا جا سولنڪي، چوهاڻن، جاڙن، تيمورن، رانوڙن، گئورن سميت ڪن ذاتين سان ڏي وٺ جون شاديون ڪندا آهن.

منگهارام اوجها جي ڪتاب 'پراڻو پارڪر' ۾ لکيل آهي ته سولنڪي، راجپوتن جي سورج ونسي نسل مان آهن. جيڪي اصل 'هندو' هئا، جن مان ڪافي مسلمان ٿيا ۽ ڪجهه اڃا به هندو آهن. ان کان سواءِ ٿر جي مختلف ذاتين: ڪولهين، سوٿڙن ۽ مينگهواڙن ۾ به سولنڪي نُکون آهن. محمد بن قاسم جي آمد وقت 'ماٽڪ تارو' رياست (جنهن جا آثار قلجي لڳ دادو ضلعي ۾ آهن) جو حاڪم جيسرولد ججه سولنڪي چيو وڃي ٿو.

**سولنگي:** سولنگي، سنڌ جي هڪ ذات آهي، جيڪي پاڻ کي سماٽ سڏائين ٿا. عام طرح ماڇي ذات جا ماڻهو پاڻ کي سولنگي سڏائيندا آهن. 'سنڌ جي مختصر تاريخ' جي مصنف، سيد محب الله ڄاڻايو آهي ته ماڇي ۽ سولنگي پاڻ ۾ به پائر هئا، جن مان سولنگي وڏو هو.

سولنگي ذات جا ماڻهو سڄيءَ سنڌ ۾ رهن ٿا ۽ هن ذات وارا ماڻهو ڪافي تعليم يافته آهن. ميرڻ فقير سولنگي، ڪلهوڙن جي دور ۾ پنهنجي قبيلي جو سردار هو. لونگ فقير سولنگي بدين وارو، شاهه لطيف جي رسالي جو مرتب ٿي گذريو آهي. ان کانسواءِ سيوهڻ جو غلام حيدر سولنگي، سماج سڌارڪ غلام دستگير سولنگي، نوجوان شاعر احمد سولنگي، پي. ٽي. ويءَ جو پروڊيوسر غلام مصطفيٰ سولنگي، نوجوان صحافي غلام مصطفيٰ سولنگي، ناميارو ڊرامانگار ۽ ناول نگار فاروق سولنگي، نوجوان شاعر ادل سولنگي، منٺار سولنگي، ريڊيو پاڪستان جو اڳوڻو ڊائريڪٽر جنرل مرتضيٰ سولنگي ۽ نوجوان شاعر رڪيل مورائي به هن ذات سان واسطو رکن ٿا. رڪيل مورائيءَ جو اصل نالو الهرکيو سولنگي آهي.

**سولنگي، بشير احمد:** ناليوارو فنڪار ۽ اسٽيج جو اداڪار. بشير سولنگي ولد سليم سيتائي، 14 سيپٽمبر 1983ع تي دادوءَ ۾ ڄائو.



سندس والد شاعر، اسٽيج رائيٽر، اداڪار ۽ ڊائريڪٽر آهي. بشير کي ننڍپڻ کان ڳائڻ جو شوق هو، جنهنڪري انٽر کان اڳتي تعليم نه پرائي سگهيو هن اسٽيج اداڪار طور فن جي دنيا ۾ پير پاتو ۽ ڪيترا اسٽيج ڊراما ڪيائين. راڌڻ شهر ۾ هڪ اسٽيج ڊرامي دوران دوستن جي اسرار تي هن ڳائڻ شروع ڪيو ۽ کيس خوب داد مليو. ائين منجهس ڳائڻ لاءِ اتساهه پيدا ٿيو. ان کانپوءِ هن پلوڙ راڳي استاد خادم حسين سخيراڻيءَ کان راڳ جي باقاعدي سکيا ورتي. هن جو ڳاتل پهريون گيت 2005ع ۾ 'چا

ڪيان تو سوا پل نہ ٿي سري' هڪ سنڌي چئنل تي نشر ٿيو. جنهن بعد پي. ٽي. وي سميت مختلف ٽي. وي چئنلن تي ڪيس ڳائڻ جو موقعو ملندو رهيو. انهيءَ دوران سندس آڊيو ۽ وڊيو البم 'زلف' رليز ٿيو. بشير سولنگيءَ جا هن وقت تائين ڪيترا آڊيو ۽ وڊيو البم رليز ٿي چڪا آهن. ڪيس فني خدمتن جي مڃتا طور ڪيترا اوارڊ بہ ملي چڪا آهن، جن ۾ شاهہ لطيف ۽ قلندر اوارڊ اهم آهن.

**سولنگي، غلام حيدر**: اديب ۽ تعليمي ماهر حاجي غلام حيدر ولد محمد رجب سولنگي، 7 فيبروري 1935ع تي سيوهڻ ضلعي دادو (هاڻي ڄامشوري) ۾ پيدا ٿيو. ابتدائي تعليم سيوهڻ مان ورتائين، مئٽرڪ ڊسٽرڪٽ ڪائونسل هاءِ اسڪول نوابشاهہ مان ڪيائين. بي. اي ۽ ايم. اي سنڌ يونيورسٽي ڄام شوري مان ڪيائين. ڪيس شروع کان وٺي ادب ۽ تدريسي پيشي سان دلچسپي هئي. اڳتي هلي استاد ٿيو. سيوهڻ، دادو، جوهي ۽ پان سعيدآباد جي هاءِ اسڪولن ۾ هيڊماستر ٿي رهيو. سن، سيتا ۽ ميرپورساڪري جي هاير سيڪنڊري اسڪولن جو پرنسپال ٿي رهيو. بيورو آف ڪريڪيولم ونگ ڄامشوري ۾ سبجيڪٽ اسپيشلسٽ جي حيثيت سان بہ ڪم ڪيو اٿس. ان کان سواءِ ايس. ڊي. اي. او سيوهڻ ۽ ميهڙ رهيو آهي، ضلعي دادو جو ڊي. اي. او پڻ رهي چڪو آهي. تعليم جي ترقيءَ لاءِ سدائين محنت ڪندو رهيو آهي. ادبي حوالي سان مضمون ۽ مقالا لکندو رهيو آهي.

سندس ڇپيل ڪتابن ۾: (1) 'قيمتي قطرہ'، (2) 'سڙيل لاش'، (3) 'ڪوئل تنهنجي ڪوڪ'، (4) 'سنڌڙي جو سڏ' ۽ (5) 'قلندر لعل شهباز تي چاليهہ مقالا' شامل آهن.

**سولنگي، غلام دستگير**: مشهور تعليمدان ۽ سماج سڌارڪ ماستر غلام دستگير ولد مراد خان سولنگيءَ جو جنم 1921ع ڌاري تعلقي ڳڙهي ياسين، ضلعي شڪارپور جي هڪ ڳوٺ بدي ۾ ٿيو. سندس تعلق زميندار گهراڻي سان رهيو. سندس والدين 1925ع ۾ لڏي لاڙڪاڻي شهر ۾ اچي رهيا. غلام دستگير اجا يارهن سالن جو هو تہ 1932ع ۾ سندس والد وفات ڪري ويو. جنهن بعد سندس پرورش وڏي ڀاءُ غلام عباس ڪئي.

غلام حيدر سولنگي، سنڌ مدرسي اسڪول مان مئٽرڪ پاس ڪرڻ کان پوءِ تعليم کاتي ۾ استاد مقرر ٿيو هي آزاد سوچ جو مالڪ هو. تنهنڪري نوڪريءَ جي پابندي قبول نہ ڪيائين ۽ سرڪاري نوڪريءَ کي خيرباد چئي عوامي خدمت ۽ غريبن جي فلاح بهبود لاءِ پاڻ پتوڙيائين. 1935ع ۾ مزدور ڪلب جو بنياد وڌائين. جنهن جي پليٽفارم تان غريبن جي حقن لاءِ آواز اٿاريائين. هن ڪلب جو بنيادي مقصد غريب طبقي لاءِ جدوجهد ڪرڻ، سندن مسئلا حل ڪرڻ ۽ ڪين هر طرح جي مدد ڏيڻ هو.

انگريز سرڪار کاڌ خوراڪ جي ڪميءَ سبب راشن ڪارڊ سسٽم جاري ڪيو تہ هن پنهنجو سڄو وقت سرڪاري دفترن مان مزدورن کي راشن ڪارڊ ٺهرائي ڏيڻ ۾ گذاريو. هو ماڻهن کي ڪارڊ ٺهرائي گهر پهچائيندو رهيو. غلام دستگير سولنگي غريب مزدورن جو آواز ايوانن تائين پهچائڻ لاءِ هفتيوار سنڌي اخبار 'مزدور' 1947ع ۾ جاري ڪئي، جنهن جو 1957ع تائين ايڊيٽر رهيو. ان کان سواءِ ڪيترين مزدور تنظيمن جو بنياد وجهڻ ۾ ڀرپور ڪردار ادا ڪيائين. ان زماني ۾، سنڌ ۾ سنڌي اخبارن کي خبرون پهچائڻ لاءِ ڪو ادارو ڪونہ هو ان ڪري هن 'ماسٽر نيوز سروس' نالي سنڌي نيوز ايجنسي قائم ڪئي. هن نيوز ايجنسي ڳوٺن جا مسئلا اخبارن ذريعي اعليٰ اختيارين تائين پهچائڻ ۾ وڏو نالو ڪمايو. هن ايجنسيءَ مان جيڪا بہ آمدني ٿيندي هئي، تنهن کي هو فلاحي ڪمن ۾ خرچ ڪندو هو.

غلام دستگير سماجي، صحافتي ۽ مزدور تحريڪ تنظيمن کان سواءِ هاري تحريڪ ۾ پڻ سرگرم رهيو. 1937ع ۾ هن سنڌ هاري ڪميٽيءَ ۾ حيدر بخش جتوئيءَ جو ساٿ ڏنو. هي سنڌ هاري ڪميٽيءَ جي پهرين ضلعي باڊيءَ جو جنرل سيڪريٽري چونڊيو ويو. لاڙڪاڻي ۾ ادبي ثقافتي سرگرمين کي وڌائڻ لاءِ 'ماسٽر ڪلب' جو بنياد وڌائين، جنهن پاران اسٽيج ڊرامن، موسيقيءَ جي محفلن ۽ مصوريءَ کي ترقي وٺرائڻ لاءِ ڪوششون ورتائين.

ان دوران مشهور مصور گل محمد ڪتريءَ جي تصويري نمائش لاڙڪاڻي ۾ منعقد ڪرايائين. هيءُ شهرين جي تفريح لاءِ سال ۾ بہ چار وڏا پروگرام ضرور منعقد ڪرائيندو هو. سندس ڪوئايل ڪيترن پروگرامن ۾ ماسٽر چندر بہ ايندو هو. غلام دستگير سولنگي لاڙڪاڻي ۾ ٿيل ويهين آل سنڌ ادبي ڪانفرنس جي استقباليہ ڪميٽيءَ جو سيڪريٽري پڻ هو.

غلام دستگير سولنگي هڪ بي لوث مزدور اڳواڻ، باعمل صحافي ۽ اديب هو. هن لاڙڪاڻي شهر ۾ ثقافتي، ادبي، سماجي، صحافتي سرگرمين لاءِ پاڻ پتوڙيو. ڪيس ڪو بہ اولاد نہ ٿيو.

غلام دستگير سولنگي، فبروري 1969ع ۾ وفات ڪئي.

**سولنگي، غلام مصطفيٰ**[1]: نوجوان اديب، شاعر ۽ صحافي غلام مصطفيٰ سولنگي ولد احمد خان سولنگي، 8 مارچ 1976ع تي دادو ضلعي جي ڳوٺ گهيلا ۾ جنم ورتو. پرائمري تعليم ڳوٺ مان ورتائين. انٽر ڊگري ڪاليج سيوهڻ مان پاس ڪري سنڌ يونيورسٽي، ڄام شوري مان گريجوئيشن ڪيائين. غلام مصطفيٰ سولنگي لکڻ جي شروعات 1988ع ۾ ٻاراڻي ادب کان ڪئي. هن جي پهرين ٻاراڻي ڪهاڻي 'ناني نوران جي آکاڻي' گل ڦل ۾ ڇپي. هن عملي زندگيءَ جي شروعات صحافت کان ڪئي. روزاني هلچل، روزاني سنڌ، روزاني تعمير سنڌ، روزاني ڪاوش، روزاني عبرت، روزاني فيصلو ۽ ٻين اخبارن ۾ سب ايڊيٽر، نيوز ايڊيٽر ۽



استاف رپورٽر رهي چڪو آهي. ڪن اخبارن ۾ 'رم جهم' ۽ 'مڪڙيون' نالي ٻارن جا صفحا ترتيب ڏنائين. پان سعيدآباد مان ٻارڙن جا رسالا 'ڪنول' ۽ 'ٻارڙن جي ٻاري' جاري ڪيائين. ريڊيو پبليڪيشن ۾ ادب پبليڪيشن ۾ اسسٽنٽ ايڊيٽر رهيو. مهراڻ ٽي وي تي صحافي ۽ اينڪر جي حيثيت ۾ ڪيترا پروگرام ڪيائين. هن پي. ٽي. ويءَ تي عزيز ڪنگراڻيءَ جي ڊرامي 'ڪونج' سميت ڪيترن ڊرامن ۾ اداڪاري به ڪئي آهي.

هن وقت تائين هن جا 5 ڪتاب ڇپجي چڪا آهن: (1) درد جي موسم (شاعري: 2001ع)، (2) 'سنڌيءَ ۾ ٻارن جي شاعريءَ جي ائنٿالاجي' (سنڌي لئنگئيج اٿارٽي: 2007ع)، (3) 'اسيمبليءَ جو راڳ' (محمد صديق مسافر جي شاعري)، (4) مزاحيه تبصرن تي مشتمل ڪتاب 'ڇُٻو سچ' (2012ع)، (5) 'منهنجو شهزادو سمهي رهيو'.(6) داناهون مهنجي ديس جون (ڪالم: 2013)'. ادبي، صحافتي ۽ فني دنيا ۾ سندس خدمتن تي ڪيس ڪيترا اوارڊ ۽ سرٽيفڪيٽ ملي چڪا آهن.

غلام مصطفيٰ سولنگي 'ينگ رائيٽرس فورم، سنڌ' جو چيئرمئن آهي. هن تنظيم پاران ادبي پروگرام ۽ اوارڊ تقريبون ڪرائيندو رهي ٿو. هي مهراڻ ٽي. وي گروپ جي روزاني اخبار 'آسرو' جو پهريون ايڊيٽر به رهي چڪو آهي.

هن وقت اردو ٽي. وي چئنل 'سچ ٽي. وي' جو حيدرآباد ۾ بيورو چيف آهي. ان ڪانسواءِ 'سنڌ راڻي' مئگزين، ماهوار 'اڳواڻ' مئگزين جو چيف ايڊيٽر ۽ 'سنڌ آئي' مئگزين جو ايڊيٽر به آهي.

**سولنگي، غلام مصطفيٰ**[2]: ٽي. وي پروڊيوسر ۽ ليکڪ غلام مصطفيٰ ولد غلام حيدر سولنگي، پهرين آگسٽ 1971ع تي ڳوٺ سهتا، تعلقي ڳڙهي ياسين، ضلعي شڪارپور ۾ جائو. پرائمري ۽ سيڪنڊري تعليم حاصل ڪرڻ بعد 'مولوي عربيڪ اوريئينٽل ڪاليج' لاڙڪاڻي مان ڪيائين. نيشنل يونيورسٽي آف ماڊرن لئنگئيجز (نمل) اسلام آباد مان انگريزيءَ ۾ ڊپلوما، قائداعظم يونيورسٽي اسلام آباد مان بين الاقوامي تعلقات ۾ ايم. اي، شاهه لطيف يونيورسٽي خيرپورميرس مان ايم. اي (سماجيات) ۽ ايم. اي (سنڌي ادب) به ڪيائين.



هن تعليم پوري ڪرڻ کانپوءِ عملي زندگيءَ جي شروعات مئنيجمينٽ ٽريني P.S.O طور ڪئي. ڪجهه وقت ڪيڊٽ ڪاليج لاڙڪاڻي ۾ ليڪچرر ۽ پوءِ آرمي پبلڪ اسڪول ۽ ڪاليج شڪارپور جو وائيس پرنسپال ٿي رهيو، بعد ۾ پروڊيوسر ريڊيو پاڪستان رهيو. هن وقت پاڪستان ٽيليويزن ڪراچيءَ تي سينيئر پروڊيوسر آهي.

غلام مصطفيٰ سولنگي بنيادي طور ٻاراڻي ادب جو ليکڪ رهيو آهي. ڪهاڻيون ۽ ترجما لکڻ جي شروعات 1982ع کان ڪيائين. سندس پهرين لکڻي ٻارن جي رسالي گلڙا پبليڪيشن شڪارپور ۾ ڇپي. ان بعد مهراڻ، نئين زندگي، گل ڦل، سرتيون، وينجهار، ٻالڪ رنگ، ساٿي، عبرت مئگزين، سنڌو ڊائجسٽ، هزار داستان، پويٽ، سنڌ سجاڳ، نئون نياپو، ڪلچرل هيريٽيج وغيره رسالن ۽ اخبارن ۾ سندس لکڻيون ڇپجنديون رهيون.

هي مختلف ڪاليج مخزنن ۽ ڪيترن رسالن جو ايڊيٽر ۽ سب ايڊيٽر به رهي چڪو آهي. هن ريڊيو ۽ ٽي. وي تي ڪيترا ڪامياب پروگرام ڪيا آهن، جن ۾ پي. ٽي. ويءَ جو 'سنڌ صدين کان' پروگرام مشهور ٿيو.

ٻارن لاءِ سندس ڪيترا ڪتاب به لکيل آهن، جن ۾ (1) عقلمند قاضي، (2) ٽي ڪارڪون، (3) سياڻو شاگرد، (4) مايوس چوڪريءَ جي ڪهاڻي، (5) اسلامي رياست ۽ تعليمي نظامت، (6) براهوي گرامر (اردو- لسانيات)، (7) ڳائيندڙ ڪنپ (ٻاراڻيون ڪهاڻيون)، (8) ننڍڙي سائي ريل (ناول: ترجمو) وغيره شامل آهن. سندس هينيان انگريزي ڪتاب پڻ ڇپيل آهن:

1. Pakistan's Ties with Central Asia
2. Sindhica English- Sindhi Dictionary
3. Sindhica Scientific Dictionary
4. Sindhica Practice Grammar (Vol: I-II)
5. Sindhica Basic Grammar (Vol: I-II)
6. Sindhica Applied Grammar (Vol: I, II, III)
7. Sindhica Forms of Verbs
8. Sindhica Tenses
9. Sindhica Standard English
10. Sindhica English Speaking Course
11. Sindhica School English
12. Sindhica Essays and Letters
13. Sindhica 1000 words
14. Sindhica Phrasal Verbs

ان ڪانسواءِ هن ڪيترين ڊاڪيومينٽريون جهڙوڪ: 'هڪ آگر وارا ماڻهو'، 'سنڌ جا مرجاني جزيرا'، 'ڪُتي جي قبر'، 'دل دنبورو جن' (شاهه جي دنبوري بابت دستاويزي فلم)، 'ووڙيم سڀ وٿاڻ' (شاهه لطيف سان لاڳاپيل ماڳ)، 'گورک هل اسٽيشن'، 'ڪارونجهر جبل'، 'جين مندر'، 'سيرت لائبرري'، 'قرآن لائبرري'، 'فيض محل'، 'مهراڻو'، 'ڪونج' وغيره پڻ ناهيون.

هن کي ڪيترن ادارن طرفان اوارڊ پڻ ملي چڪا آهن، جن ۾ 'پيڙو فقير ڪنيار اوارڊ' (2004ع)، پي. ٽي. وي طرفان 'بيسٽ ڊاڪيومينٽري پروڊيوسر اوارڊ' (2009ع)، 'هيندس اداري پاران مجتبا اوارڊ' (2012ع) وغيره شامل آهن.

**سولنگي، فاروق**: سنڌي ٻوليءَ جي نامياري ليکڪ ۽ ڊراما نگار فاروق سولنگيءَ، 10 نومبر 1947ع تي دادو شهر ۾ جنم ورتو هو. هن پرائمري تعليم پرائمري مين اسڪول دادوءَ مان، سيڪنڊري تعليم گورنمينٽ پرمانند هرداس هاءِ اسڪول دادوءَ مان ڪئي. بي. اي، استاد بخاري ڪاليج دادوءَ مان ڪيائين. هن 1971ع ۾ سنڌ يونيورسٽي ڄام شوري مان ايم. اي سوشالاجيءَ ۾ ڪئي ۽ سنڌ سرڪار جي سوشل ويلفيئر کاتي ۾ سوشل ويلفيئر آفيسر مقرر ٿيو.

فاروق سولنگيءَ لکڻ جي شروعات 1974ع کان ڪئي. احمد خان ملڪاڻي، محمد بخش سميجي ۽ سليم سولنگيءَ جي ساٿ ۾ هن ڪيترين ڪهاڻيون ۽ شعر لکيا ۽ سنڌي ادبي سنگت جي گڏجاڻين ۾ پيش ڪيا. ترت سرڪاري نوڪري ڇڏي احمد خان ملڪاڻيءَ سان گڏ ٺيڪيداريءَ جو ڪم شروع ڪيائين. پر سندس حساس طبيعت اتي گهڻو وقت ڪيس هلڻ نه ڏنو جنهنڪري ڪافي مالي نقصان برداشت ڪري حيدرآباد لڏي آيو اتي اچي ڪاروبار شروع ڪيائين.

فاروق سولنگيءَ جي پهرين ڪهاڻي سهڻي رسالي ۾ شايع ٿي، جنهن کان پوءِ 1980ع تائين هن مسلسل ڪهاڻيون لکي مقبوليت حاصل ڪئي. پاڪستان ٽيليويزن سميت مختلف خانگي ٽي. وي چئنلن تي سندس ڪيترائي ڊراما ٽيليڪاسٽ ٿيا، پي. ٽي. وي تان 'گامون سچار' ڊرامي جون 26 قسطون ٽيليڪاسٽ ٿيڻ کان پوءِ سندس شهرت ۾ ڪافي اضافو ٿيو. هن اردو ڊراما به لکيا، اردو ڊراما سيريل 'بيچاره' جون 12 ۽ 'دنيا ديواني' جون 9 قسطون پي. ٽي. وي تان ٽيليڪاسٽ ٿيون. ان کان سواءِ هن ڪيترا سولو پلي به لکيا. سندس ڪهاڻين جو پهريون مجموعو 'سرد هوائون' 2000ع ۾ ڇپيو ۽ ناول 'وڪريل ماڻهو' 2009ع ۾ ڇپجي پڌرو ٿيو. هن ناول کيس تمام گهڻي مڃتا ڏني. هو زندگيءَ جو ٻيو ناول لکي رهيو هو ته 13 جولاءِ 2009ع تي اوچتو وفات ڪيائين.

**سولنگي، لونگ فقير**: شاهه جو پارکو لطيف شناس ۽ رسالي جو مرتب لونگ فقير ولد جمعو فقير سولنگي 1305هه ۾ ڳوٺ حسين سهتي ضلعي بدين ۾ ڄائو. سندس والد به لطيفي رمز سان واقف هو. جيڪو روز صبح جو اسر وقت اٿي سُر ڏهاسري سر سان پڙهندو هو. لونگ فقير تي به ان جو گهرو اثر ٿيو ۽ وقت گذرڻ سان گڏ شاهه لطيف جي مطالعي مان خوب علم حاصل ڪيائين ۽ شاهه جو پارکو ٿيو.

لونگ فقير کي سندس والد ڇهن ورهين جي ڄمار ۾ مير محمد حضوريءَ وٽ تعليم حاصل ڪرڻ لاءِ ويهاريو، جتي هن قرآن شريف جي تعليم حاصل ڪئي ۽ سڪندرنامي تائين پڙهيو. سومار شيخ 'بدين ضلعي جو مطالعو' ڪتاب ۾ سندس زباني ڳالهه نقل ڪئي آهي ته: "منهنجي عمر 15 ورهيه هئي، پنهنجي اصلي ڳوٺ حسين سهتي ۾ آرامي هئس، خواب ٿو ڏسان ته هڪ قاصد ڊوڙندو اچي، چي فقير اُٿ، توکي پٽ ڌڻي پاڻ سڏايو آهي." آءٌ ڊوڙندو مسجد ۾ آيس، اتي اولياءَ سڳورو ويٺو هو، پنهنجي هٿن مبارڪن سان مون کي رسالو ڏنو ان وقت کان وٺي مون کي رسالي جو شوق ٿيو."



اهڙيءَ ريت لونگ فقير پندرهن سالن جي ڄمار ۾ رسالي جي ترتيب جو ڪم هٿ ۾ ڪنيو. ڪڇ وڃي رسالي جا ٻه ٽي نسخا هٿ ڪيائين. موليڏني سومري کان ڪجهه بيت ۽ ڪجهه بيت لاڙ پٽ جي وٿاڻن وورڻ سان ڪٺا ڪيائين. هيءُ نهايت جفاڪش ماڻهو هو. شاهه جي رسالي سان سندس اهڙي لنءُ لڳي، جو جتي به لطيف جا ڪي بيت سُجهندا هئس، اوڏانهن وڃي نڪرندو هو. پٽ تي به ويو ۽ بيت هٿ ڪيائين. اهڙيءَ طرح هن شاهه جو رسالو ترتيب ڏنو جنهن ۾ تيرهن هزار بيت قلمبند ڪيائين. سندس چوڻ موجب هن اهو رسالو سيد عالي شاهه معرفت ڊاڪٽر عمر بن محمد دائود پوٽي کي ڏنو، جنهن ان جي آڌار تي تحقيق ۽ تنقيد ڪئي. ڪجهه وقت بعد ان رسالي جو قلمي نسخو پير شفيع محمد شاهه کان شاهه اولياءَ ٽنڊي باگي وارو ڪٽي ويو، جنهن کيس واپس نه ڪيو، کيس رسالي جي ائين وڃائجڻ جو ڏک تاحيات رهيو.

هن شاهه جي رسالي جي ترتيب جي ڪم سان گڏوگڏ درس ۽ تدريس جو ڪم به ڪيو ۽ ست سؤ کان مٿي شاگردن کي قرآن پاڪ جي تعليم ڏني. عمر جي پڇاڙيءَ ۾ ٽنڊي گامونءَ ۾ رهيو. سندس علمي خدمتن عيوض ضلعي ڪائونسل بدين کيس مالي مدد به ڪئي.

لونگ فقير شاعر به هو اڪثر ڪافيون ۽ بيت لکيائين. شاهه جي هن ڄاڻوءَ 1400هه/1980ع ڌاري وفات ڪئي.

**سولنگي، محمد يعقوب، شهيد**: محمد يعقوب سولنگيءَ ٺارو شاهه، ضلعي نوشهري فيروز ۾ جنم ورتو. مئٽرڪ تائين تعليم ٺارو شاهه مان حاصل ڪيائين. انٽر گورنمينٽ ڪاليج ڪاري موري حيدرآباد مان پاس ڪري سنڌ پوليس ۾ اسسٽنٽ سب انسپيڪٽر جي حيثيت سان ڀرتي ٿيو. اي.ايس.آءِ مان ترقي ڪندو انسپيڪٽر جي عهدي تي پهتو. هن پنهنجي ايامڪاريءَ ۾ هميشه ڌوهارين خلاف ڪاٽ ڪهاڙا ڪنيا. دادوءَ جي بدنام ڌاڙيلن حسن ڪاري، نورو چانڊيي، رانجهو ڪرڪلي، بچو رستماڻي، لائق اوٺي ۽ ابراهيم اوٺي ۽ ٻين جو

بهادريءَ سان مقابلو ڪري ڪمانڊو جو لقب حاصل ڪيو.

11 جنوري 1992ع تي رات جو ڌاڙيل لائق چانڊيي ڏيڍ سؤ ساٿين سان ڳوٺ لطف علي پنڊ، تعلقي دادوءَ تي ڪاهه ڪئي، ڳوٺاڻن ۽ محمد يعقوب سولنگيءَ بهادريءَ سان سندن مقابلو ڪيو. آخرڪار ڌاڙيلن جي گولين جو شڪار ٿي شهيد ٿيو. سندس جنازي ۾ هزارين ماڻهن شرڪت ڪئي. هڪ اندازي موجب شهيد جي مڙهه تي پنجن هزارن کان مٿي اجرڪ پيا.

**سولنگي، منٺار**: ناليوارو شاعر ۽ اديب. منٺار سولنگي ولد غلام مرتضيٰ سولنگي، 15 جون 1967ع تي نئين ديري، ضلعي لاڙڪاڻي ۾ پيدا ٿيو. هن ابتدائي تعليم پرائمري اسڪول نئين ديري ۽ سيڪنڊري تعليم گورنمينٽ بوائز هاءِ اسڪول نئين ديري مان حاصل ڪئي. بي. اي ۽ ايم. اي (سنڌي) شاهه لطيف يونيورسٽي خيرپورميرس مان ڪيائين.



منٺار سولنگيءَ شاعريءَ جي شروعات 1980ع ڌاري ڪئي، جنهن بعد سندس لکڻيون مختلف رسالن ۽ اخبارن ۾ شايع ٿينديون رهيون. هو شاعريءَ ۾ استاد بخاري ۽ آثم ناٿن شاهيءَ کان متاثر هو. هن نئين ديري ۾ 'بزم آثم' به قائم ڪئي. اڳتي هلي روينيو کاتي ۾ ٽپيدار ٿيو. آخر تائين ان ئي کاتي سان وابسته رهيو. منٺار سولنگي، سنڌي ادبي سنگت شاخ نئين ديري جو سيڪريٽري، سنڌي ادبي سنگت ضلعي لاڙڪاڻي جو رابطا سيڪريٽري، سنڌي ادبي سنگت سنڌ جو 92-1993ع دوران مرڪزي جوائنٽ سيڪريٽري رهيو. جڏهن ادل سومرو سنگت جو سيڪريٽري جنرل هو. ڪيس 2001ع ۾ ڌاڙيلن نئين ديري ويجهو حسين بخش ناريجي سميت اغوا ڪيو هو. حسين بخش ناريجو جلد واپس ٿيو پرهيءَ ڪيترو عرصو ڌاڙيلن جي چنبي ۾ رهيو.

منٺار سولنگيءَ ٻارن لاءِ به ڪافي شاعري ڪئي آهي. هو جديد سنڌي ادب ۽ شاعريءَ جو هڪ برجستو نالو آهي، جنهن ڀرپور تخليقي صلاحيتن سان سنڌي ادب سرجيو. سندس ٻاراڻي شاعريءَ جو هڪ ڪتاب 'آءٌ به جيڪر پڙهڻ وڃان ها' شايع ٿي چڪو آهي. ان کان سواءِ هن هڪ ڪتاب 'نئون ديرو- نوان ۽ پراڻا ورق' پڻ ترتيب ڏئي ڇپايو هو.

منٺار جي رهيل شاعري ۽ نثري مواد ڪتابي صورت ۾ سندس پونيرن وٽ پيل آهي. منٺار سولنگي، دل جي دوري سبب نئين ديري ۾، 18 جنوري 2011ع تي وفات ڪئي.

**سولنگي، ميرڻ فقير**: ميرڻ فقير سولنگي مِيان نصير محمد ڪلهوڙي جو مريد ۽ سورهيه شخص هو. هي ميان دين محمد جي ڏينهن ۾ پنهنجي قبيلي جو سردار هو ۽ سندس شمار ان وقت جي طاقتور سردارن ۾ ٿيندو هو. هن منجهپرسان مغلن جي حامي جاگيردار بختيار خان جي زمين تي قلعو تعمير ڪرايو. مغل نواب، بختيار خان جي شڪايت تي ميان دين محمد کي خط لکيو ته هو ميرڻ سولنگيءَ کي قلعي تعمير ڪرڻ کان روڪي، پر اهو قلعو خط پهچڻ تائين تعمير ٿي چڪو هو. هي قلعو ميرڻ سولنگيءَ اصل ۾ ميان دين محمد جي مشوري تي ئي تعمير ڪرايو هو ۽ ان جي تعمير ڪرائڻ جو مقصد سيوهڻ کان مغلن جي حملن کي روڪڻ هو. ميرڻ فقير سولنگي سپهه سالار، ميان يار محمد ڪلهوڙي جي ڏينهن ۾ وفات ڪئي. ڪيس منجهه ڀرسان ڊيڊ وٽ دفنايو ويو. سندس مزار تي هر سال ميلو لڳندو آهي.

**سولنگي، وزير فرهاد**: اداڪار، گلوڪار، ڊرامه نويس ۽ شاعر وزير فرهاد سولنگيءَ 5 جولاءِ 1967ع تي ڳوٺ مياڻيءَ لڳ نٽ ڳوراهو تعلقي ۽ ضلعي نوشهري فيروز ۾ جنم ورتو. صحافت ۾ ايم. اي ڪيائين. 1989ع ۾ پرائمري استاد مقرر ٿيو پنهنجي سياسي ڪيريئر جي شروعات 'ساٿي ٻارڙا سنگت' يونٽ منياڻيءَ کان ڪيائين ۽ ان پليٽفارم تان ڪيترا پروگرام منعقد ڪرايائين. هن 1990ع ڌاري ڪميونسٽ پارٽيءَ ۾ شموليت اختيار ڪئي. 1992ع ۾ ڪامريڊ جام ساقيءَ جي اڳواڻيءَ ۾ نڪتل 'امن مارچ' ۾ هي اڳيان اڳيان رهيو. 1993ع ۾ اداڪاريءَ جي شوق ۾ پي. ٽي. وي ڪراچيءَ تي آيو. ڪيس بيدل مسرور بدويءَ جي هڪ ڊرامي 'سفر' ۾ هڪ ڪردار مليو ان کان پوءِ هن پي. ٽي. ويءَ جي ڪيترن مشهور ڊرامن جهڙوڪ: مور اڏاڻا مور، روپ هزار، وساريل واٽون وغيره ۾ اداڪاريءَ جا جوهر ڏيکاريا. 2004ع ۾ سنڌ ٽي. وي تي ليڪ ۽ اسسٽنٽ ڊائريڪٽر ٿيو. هن اتي به ڪيترن ڊرامن ۾ اداڪاري ڪئي. فرهاد سولنگي سٺو راڳي به آهي. هي ليڪ ۽ شاعر طور سنڌي ادبي سنگت موري ۾ سرگرم رهيو آهي ۽ شاخ جو سيڪريٽري به رهي چڪو آهي.



**سولي هندستان جي تاريخ (ڪتاب)**: هي ڪتاب شيوارام نرسنگهداس ڦيرواڻيءَ جو لکيل آهي. ڪرائون سائيز جو هي ڪتاب 342 صفحن تي مشتمل آهي. هن ڪتاب جي قيمت 12 آنا آهي. هي ڪتاب پوڪرداس ڪرائون اليڪٽرڪ پريس، حيدرآباد. 1941ع ۾ شايع ٿيو.

**سوم/سوما (هوتي)**: سوم هوتيءَ جو ذڪر قديم ڪتاب رگ ويد جي منڊل نائين ۾ آيو آهي ته هتان جا ماڻهو نشيدار شين ۾ هڪ نشو سوم هوتيءَ جي رس جو ڪندا هئا. ڪاڪي ڀيرو مل مهرچند آڏواڻيءَ جي راءِ موجب هي نشو 'سرا' يا شراب جو ٿي سگهي ٿو قديم هند ۽ سنڌ ۾ سوم رس جو ذڪر اڪثر ڌرمي موقعن تي ڪيو ويندو هو پر سنڌ جي ناليواري محقق ۽ دانشور ڊاڪٽر حبيب الله صديقيءَ موجب هي نشو ڀنگ جو آهي، جنهن کي قديم سنڌ جا ماڻهو نشي طور واپرائيندا هئا.

هڪ ٻئي محقق ۽ مؤرخ بشر مطابق هي نشو آفير يا پنگ جو آهي، رگ ويد موجب هن ٻوٽي جا پن پورا ۽ ڳاڙهسرا هوندا آهن. هن ٻوٽي جي رس رات جو چنڊ وانگر چمڪندي هئي. سنسڪرت ۾ 'سوم' جي هڪ معنيٰ چنڊ آهي ۽ ٻي معنيٰ 'ٻوٽي' يا 'ٻوٽيءَ جي رس' آهي. اهڙي ئي ٻوٽيءَ جو ذڪر زرتشتين وٽ به ملي ٿو، جنهن کي 'هوما' ڪري لکيو اٿن. جيڪو پڻ ساڳئي ڪم لاءِ استعمال ڪيو ويندو آهي. اهو 'هوما' ۽ 'سوما' هڪ ئي ٻوٽيءَ جو نالو آهي. رگ ويد ۾ 'سوم' کي 'ٻوٽن جو بادشاهه' پڻ چيو ويو آهي. سوم ٻوٽيءَ جي رس ناهڻ لاءِ هن ٻوٽيءَ جي پنن کي اڏيءَ تي رکي، ڪٽي سَنهو ڪيو ويندو هو. بعد ۾ ٻوٽيءَ کي زالون گهوٽينديون هيون. هي ٻوٽو پنگ جي ٻوٽي وانگر گهوٽبو ۽ ڇاڻبو هو. بعد ۾ ماکي، ڏڌ ۽ کير وغيره ملائي استعمال ڪبو هو. ڊاڪٽر حبيب الله صديقيءَ موجب هن رس جو استعمال مردن سان گڏ زالون پڻ ڪنديون هيون. رگ ويد ۾ هن ٻوٽيءَ جي رس بابت ڪيترائي اشارا ڏنل آهن ته هن ٻوٽيءَ جي رس سان عمر وڌي ٿي، ماڻهوءَ ۾ ٿڪاوٽ پيدا نه ٿي ٿئي ۽ جنگ ڪرڻ وقت ماڻهو ٿڪجي ۽ ڊڄي نه ٿو ۽ مسلسل لڙندو رهي ٿو. ڪاڪي پيرومل مطابق هي ٻوٽو هن وقت ناياب آهي، صرف برسات جي موسم ۾ ٿيندو هو. باقي موسمن ۾ سڙي ويندو هو. هي ٻوٽو 'ڪروڪيتر' جي 'شرياناوت ڍنڍ' (Shryanavat Lake) ۽ هماليه جبل جي هڪ چوٽي 'مجوت' (Mujavat) تي ٿيندو هو.

**سوماپور** (ديهه): تعلقي ۽ ضلعي جيڪب آباد جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

دريائي مغيري، عبدالرسول عمراڻي، پيا، بهرام مغيري، قلندر بخش مغيري، سوماپور ۽ پائي خان مغيري.

**سومار خان، استاد** (ننڍو): سنڌ جو سريلو طبلي نواز استاد سومار خان (ننڍو) ولد استاد خدا بخش خان 1926ع ڌاري سکر ۾ پيدا ٿيو. سندس تعلق سنڌ ۾ موسيقيءَ سان لاڳاپيل ماڙيچا گهراڻي جي جيٽا برادريءَ سان هو. هن طبلي جي سکيا استاد سومار خان وڏي کان حاصل ڪئي، جيڪو سندس خاندان جو بزرگ به هو. سومار خان ننڍو طبلي سان لاڳاپيل گنتڪاريءَ جي ڏکئي علم جو ماهر هو، جنهنڪري ڪلاسيڪل



موسيقيءَ ۾ طبلي تي سنگت آساني ۽ مهارت سان ڪندو هو. گهڻو وقت سنگت ۾ زاهده پروين ۽ استاد چوٽي غلام علي خان سان رهيو. حيدرآباد ۾ استاد خير محمد خان سان به سات نڀايائين. گنتڪاريءَ جي علم ۾ ماهر هجڻ سبب ڪيس اهو به اعزاز حاصل هو ته پنجاب توڙي سنڌ جا جيڪي به ڪلاسيڪل راڳي 'سکر' ايندا هئا، اهي استاد سومار خان ننڍي سان ملڻ ۽ ان جي سنگت ۾ ڳائڻ جي خواهش ضرور ڪندا هئا. سندس گنتڪاريءَ جي فن مان سندس دور جا ڪيئي ڪٿڪ پڻ فيضياب ٿيا. سومار خان ننڍو 1962ع ۾ مڪمل طور حيدرآباد لڏي آيو جتي ڪيترو وقت استاد خير محمد خان سان سنگت ڪيائين. ڪيس ٽي فرزند هئا، جن مان وڏو عبدالستار پنهنجي دور جو وڏو سريلو طبلي نواز هو جنهن بعد ۾ طبلي جو فن ڇڏي 'ذاڪرِاهلبيت' جي حيثيت سان ڪافي ناماچاري ماڻي. سندس ٻيا به فرزند الطاف حسين خان ۽ نصرت حسين خان به طبلي جي فن سان وابسته آهن. جن مان نصرت حسين خان هن وقت پاڪستان جي وڏن طبلي نوازن ۾ ڳڻيو وڃي ٿو ۽ هن وقت تائين پوري پاڪستان کان سواءِ دنيا جي ڪيترن ملڪن ۾ پنهنجي فن جو مظاهرو ڪري چڪو آهي.

**سومار سومرو**: سومار سومرو، سنڌ جو ٻيو سومرو حاڪم هو جنهن 1026ع کان 1030ع تائين سنڌ جي حڪومت سنڀالي. سومرا گهراڻي جو پهريون حاڪم خفيف سومرو (1011-1026ع) هو خفيف جي گاديءَ جو هنڌ منصوره هو. انهيءَ سلسلي ۾ ڊاڪٽر مهر عبدالحق سومرو پنهنجي ڪتاب 'سومرا راج گهراڻو' ۾ ڄاڻائي ٿو ته: "منصوره کي محمود غزنويءَ تباهه ڪيو. سومنات کان موٽندي هن منصوره تي حملو ڪيو. خفيف سومرو ٻيلن ۾ لڪي ويو ۽ سنڌ جي جتن ۽ ميدن، محمود غزنويءَ تي حملا ڪيا، پر محمود وٽ تمام گهڻو خزانو هو، جنهنڪري هو هتان جلد نڪري وڃي غزنيءَ پهتو. منصوره جي تباهيءَ ڪانپوءِ خفيف سومرا گهراڻي جو نئون گاديءَ جو هنڌ ٿري (تعلقو ماتلي) بنايو. خفيف جو پٽ پونگر ننڍو هو، انهيءَ ڪري سومرن يڪراءِ سومار سومري کي حاڪم طور چونڊيو. سومار سومري سنڌ تي صرف پنج سال حڪومت ڪئي. سومار سومرو خفيف جي وفات ڪانپوءِ 1026ع ۾ بادشاهه بڻيو. هن ويهڻ شرط نئين دارالحڪومت ٿريءَ کي خوبصورت بنايو ۽ فلاحي ڪمن کي زور وٺرايو. ملتان به هن پنهنجيءَ سلطنت ۾ گڏي ڇڏيو. چو ته محمود غزنويءَ منصوره سان گڏ ملتان کي به تهس نهس ڪري ڇڏيو هو. سومار جو سڄو دور پُرامن رهيو ۽ آخر هن 1030ع ۾ وفات ڪئي. سندس وفات ڪانپوءِ سندس پٽ راجپل سومرو تخت تي ويٺو."

**سومار شيخ**: مشهور اديب، شاعر، محقق ۽ نقاد، محمد سومار ولد الهبچايو شيخ، پهرين جنوري 1935ع تي، بدين ضلعي جي ڳوٺ



قرهيي پانداريءَ ۾ ڄائو. سندس والد شاعر ۽ صوفياڻو مزاج رکندڙ هو محمد سومار شيخ، عربي ۽ فارسيءَ جي تعليم ميان جي عارف ۽ هاشم منڌري وٽ، ڳوٺ دينار ٽالپر ۾ پڙهيو ان بعد ڳوٺ غلام حسين جماليءَ جي مڪتب مان پڙهڻ کان پوءِ 1967ع ۾ اديب فاضل سنڌيءَ

جو امتحان پاس ڪيائين. 1948ع ۾ سنڌس شادي ٿي. 1952ع ۾ باقاعدي لکڻ شروع ڪيائين. ننڍپڻ کان ئي ڪيس تاريخ ۽ تهذيب بابت تحقيق ڪرڻ ۾ دلچسپي رهي. هن ان سلسلي ۾ وسيع مطالعو ڪيو. خودڪار نموني مختلف ماڻهن وٽ وڃي، جهرن جهنگن، برن، ڍڙن ۽ پٽن بابت تحقيق ڪري، سنڌ جي تاريخ بابت نئون مواد لکيائين. تحقيق ڪرڻ جو ڪيس قدرتي ڏانءُ هو. هن جيتوڻيڪ پهرين لکڻ جي شروعات شاعري ۽ افسانن سان ڪيائين، پر ستت ئي ثقافتي تاريخ تي قلم آرائي ڪري، نهايت ضخيم مواد ڪٺو ڪيائين.

سومار شيخ ابتدا ۾ 'ابن الله بچايو' جي نالي سان اخبارن ۽ رسالن ۾ لکندو هو. هن پهريون مقالو 'مذهب ڇا آهي؟' لکيو، جيڪو 25 صفحن تي مشتمل هو.

هن قديم آثارن، تاريخ، لوڪ ادب، سوانح ۽ ثقافت بابت تحقيق ڪئي. ان کان سواءِ هن زيورن، نانگن، بلائن، وٽن ۽ پٽن، هنرن ۽ لاڙ خطي بابت به لکيو. ڪيترن شاعرن جي شاعريءَ جا مجموعا مرتب ڪيائين ۽ سوانح عمريون لکيائين. سنڌس پهريون ڪتاب 'آڌي رات' آهي، جيڪو آر. ايچ. احمد حيدرآباد، 1955ع ڌاري ڇپايو. جڏهن 1974ع ۾ بدين ضلعو قائم ٿيو ته محمد سومار شيخ کي اجا به وڌيڪ ڪم ڪرڻ جو موقعو مليو ۽ سرڪاري عملدارن جي دلچسپيءَ ۽ تعاون سان بدين ۾ پهريون 'ثقافتي ميلو' لڳرايائين ۽ 'بدين جي ثقافتي تاريخ' ڪتاب پڌرو ڪيائين. تنهن کانسواءِ بدين ضلعي تي سنڌس ٻيا به ڪيترا ڪتاب آهن، جن ۾ 'بدين ضلعي جو مطالعو' نهايت اهم آهي.

سومار شيخ 1952ع ڌاري ٽنڊي باگي مان سنڌي فائنل جو امتحان پاس ڪري، ان ئي سال پرائمري استاد مقرر ٿيو. انهيءَ وقت سنڌس مالي حالتون ڪمزور هيون، ان ڪري هڪ پيري پنهنجي لائبريءَ مان ست منڻ ڪتاب، چوڏهن سؤ روپين ۾ وڪرو ڪيائين. رٽائر ٿيڻ کان پوءِ روزگار لاءِ بدين ۾ هڪ پريس قائم ڪيائين، جيڪا بعد ۾ وڪرو ڪيائين ۽ پوءِ هو مڪمل ورڪر بڻجي، ثقافت، تاريخ ۽ ادب سان لاڳاپيل هر شيءِ گڏ ڪندو ويو. اڳتي هلي ضلعي ڪائونسل جي همت افزائيءَ ۽ سهڪار سان هڪ ميوزيم قائم ڪيائين، جنهن ۾ ڪيترائي نوادرات جمع ڪرايائين ۽ پوءِ ميونسپل ڪميٽيءَ جي ڏنل هڪ ڪمري کي ميوزيم بڻائي، سڀ ڪجهه اچي اتي رکيائين ۽ ميوزيم کي وڌائڻ لاءِ جاکوڙ ڪرڻ لڳو ان بعد جڏهن بدين ۾ ميوزيم لاءِ رٿيل عمارت جا به ڪمرا ٺهي مليا ته اهو سامان کڻي انهن ڪمرن ۾ منتقل ڪيائين، جيڪو اڳتي هلي 'لاڙ ميوزيم' بڻيو.

محمد سومار شيخ جو شاهه عبداللطيف جي ڪلام تي به ڪافي ڪم ٿيل آهي. هن سنڌ جا جهر جهنگ جهاڳي، شاهه لطيف جا ڪيترا گم ٿيل ۽ اڻ ڇپيل بيت هٿ ڪري ڇپرايا. هو ادبي جاکوڙ ۾ عزم وارو ماڻهو زندگيءَ جي ڊوڙ ۾ پرعزم رهيو. مالي طور مسڪين هئڻ باوجود لکڻ پڙهڻ ۽ ڪتابن جي اشاعت لاءِ هر وقت جاکوڙ ۾ رڌل رهندو هو. هن 'لطيف پبليڪيشن' جو بنياد وڌو، جيڪو سرپرستي ڪرڻ وارن جي ضد ۾ حڪم موجب بدلجندو 'جيلاني پبليڪيشن'، 'بدين پبليڪيشن' ۽ 'ساگر پبليڪيشن' بڻيو هن پنهنجي سوچ پٽاندڙ ان کي 'لاڙ ادبي سوسائٽيءَ' جي نالي سان ترقي ڏياري ۽ ان پليٽفارم تان پنهنجا ۽ ٻين اديبن ۽ محققن جا ڪتاب شايع ڪرايا.

محمد سومار شيخ سچي چمار هڪ ڪارڪن وانگر ادب جي خدمت ڪئي. سنڌس لکيل ڪتاب 232 آهن. جن مان 47 ڪتاب ڇپيل آهن. جن جو تفصيل هيٺ ڏجي ٿو: (1) آڌي رات (1955ع)، (2) هڪ ندي ٻه ڪنارا، (3) ڪليات فاروق، (4) تاريخ الشعرا لاڙ (پاڱو پهريون)، (5) روحاني ابيات، (6) ڪليات شيخ الهبچايو، (7) گوگو چوهاڻ، (8) چوليون، (9) سنڌي آوازن جا تبادلا، (10) بو علي قلندر، (11) ڪلام مرڪان شيخڻ، (12) روپا ماڙي، (13) دوها ۽ دونهان، (14) ڪلام پير پاون علي شاهه 'ساقي'، (15) چراٽيس چيري، (16) پيرو فقير جو ڪلام، (17) عبراني، (18) شيخ قرهئي پانداريءَ کي ڳائيندڙ شاعر، (19) بدين: واهه بديٺا تنهنجا پاڳ، (20) بدين ضلعي جي اديبن شاعرن ۽ فنڪارن کي تحسين، (21) منتخب ڪلام رئيس عالم خان نظاماڻي، (22) بدين ضلعي جا مشاهير، (23) بدين ضلعي جي ثقافتي تاريخ، (24) ڪچين جا قول، (25) بدين ضلعي جو مطالعو، (26) لطيف سائينءَ جا لاڙ تان پيرا، (27) سنڌ جا زيور، (28) بدين ثقافتي ميلي جي ڪهاڻي، (29) سنڌ جون سورميون، (30) شفا بخش پاڻي، (31) ٽيڙو ايا ٽي، (32) اڻمٽ نقش، (33) مستر حاجي، (34) ڪلام جڙيل عباسي، (35) پير شاهه قادري، (36) ماهه ذوالحج، (37) مناجات ساقي، (38) شاهه جا گم ٿيل بيت (سر مارئي)، (39) شاهه جا گم ٿيل بيت (ست سر)، (40) پارس، (41) پڪرو وڇور، (42) پرڏيهين جا پيغام، (43) ڪلام الهه بچايو شيخ، (44) برج پاشا جو گرامر (مهراڻ ۾ ڇپيل) وغيره. سنڌس اڻ ڇپيل ڪتابن جو وڏو تعداد آهي. جيڪي تاريخ، لطيفيات، ثقافت، لغت وغيره جي موضوعن تي آهن. شيخ صاحب ڪافي تعداد ۾ شاعري به ڪئي. سنڌس شعري مجموعو 'دوها ۽ دونهان' 1971ع ۾ لاڙ ادبي سوسائٽي، بدين طرفان شايع ٿيل آهي.

شيخ سومار جي ڪوشش سان 1980ع ۾ لاڙ ميوزيم جو قيام عمل ۾ آيو جنهن جو ڪيس پهريون انچارج مقرر ڪيو ويو. پاڻ لاڙ ميوزيم جي ترقيءَ ۽ واڌاري لاءِ تمام گهڻيون ڪوششون ڪيائين، جيڪي ڪامياب ٿيون ۽ لاڙ ميوزيم ثقافتي وٿن ۽ تاريخي شين تي مشتمل شاندار اداري جي صورت ورتي. پر ڪانئس پوءِ ان ميوزيم جي حالت چڱي نه رهي. ڪيس 'بدين ضلعي جي تاريخ' ڪتاب تي سنڌالاجيءَ اوارڊ ڏنو ان کانسواءِ تحقيقي خدمتن جي روشنيءَ ۾ تنظيم 'نظرو فڪر، سنڌ' طرفان پڻ ڪيس اوارڊ ڏنو ويو. محمد سومار شيخ جو ثقافتي تاريخ جي سلسلي ۾ ڪيل تحقيقي ڪم بنيادي ماخذن وارو آهي.

سنڌ جي هن نامور اديب، ٻولي شناس، محقق ۽ عالم، 23 آڪٽوبر 1986ع تي بدين ۾ وفات ڪئي.

**سومر:** 'سومر' يا 'سوموار' هفتي جو ڏينهن آهي. 'سومر' چنڊ کي چئبو آهي. ان ڪري سوموار جي معنيٰ ٿيندي چنڊ جو ڏينهن. جنهن کي انگريزيءَ ۾ Monday (Moon day) يعني 'چنڊ جو ڏينهن' چئبو آهي.

**سومرا (ذات):** سومرا، سنڌ جا مقامي رهواسي آهن. هي سنڌ جو اهو مقامي سگهارو راڄ- گهراڻو آهي، جنهن جو سنڌ جي تاريخي ۽ نيم تاريخي قصن ۽ داستانن ۾ 'سُمرا، سومراه، سومرا' وغيره جي نالن سان ذڪر ملي ٿو. سومرن بابت محقق مختلف راين جو اظهار ڪندا رهيا آهن. مسٽر ڪيو. ڊي. احمد، ڪتاب The Paradise of Gods ۾ لکي ٿو ته، "سميرن جنهن کي وچ ايشيا کان آيل 'سميرين' اچي فتح ڪري پنهنجي قبضي هيٺ رکيو، تي پنهنجي نالي جي نسبت سان اُن جو نالو 'سمير' رکيو."

اهڙن ئي مغالطن جي نسبت سان 'تحفة الڪرام' ۽ 'بيگلارنامہ' جهڙن تاريخي تذڪرن ۾ پڻ سومرن کي عرب سمجهندي اهو گمان ڏيکاريو ويو ته "شايد اُهي عراق جا 'سميري' آهن."

جڏهن ته مسٽر 'اوبرائن' سومرن کي اصل مقامي راجپوتَ ڄاڻائي ٿو جن 750ع ۾ پهرين عرب حملي آورن کي سنڌ ۽ ملتان مان تڙي ڪڍيو ۽ ملڪ کي هڪ راڄ گهراڻو ڏنو.

جنرل ڪاڊ پڻ 'سومرن' کي پنوار راجپوتن جي شاخ سوڍن جي ٻن وڏين ذاتين 'اومرا' ۽ 'سومرا' مان هڪ ڄاڻائي ٿو جيڪي قديم دور کان وٺي راجپوتانا جي سمورن رڻن ۽ علائقن جا والي هئا."

حقيقت ۾ اها آهي ته سومرا اصل سنڌ واسي هئا، جيڪي اوائل ۾ هندو ڌرم سان واسطو رکندا هئا. (اڄ به ٿر ۽ راجستان ۾ هندو سومرا رهن ٿا). هن ڄاتيءَ جي ڪجهه بااثر فردن، سنڌ تي اسلامي فتوحات کان پوءِ اسلام قبول ڪري ورتو ۽ مقامي روايتن جي پاسداريءَ خاطر پنهنجا اصلي نالا، عربي نالن سان تبديل نه ڪيا ۽ پنهنجو مقامي تشخص برقرار رکيو. هنن سنڌ ۾ مستقل آباد ٿيندڙ عربن سان شاديون ۽ سڱابنديون ۾ سلهاڙجي پنهنجي سماجي اثر کي قائم رکيو. ملتان کان وٺي ڪڇ، گجرات ۽ راجستان تائين سومرن جو راڄ رهيو آهي. هنن عربن جي ٻن ٽن سؤ سالن جي اقتدار بعد سگهارو بڻجي مقامي خودمختيار حڪومتون قائم ڪري ورتيون. هڪ مورخ عباس همدانيءَ لکيو آهي ته "سومرا خاندان جي انتهائي مضبوط حڪومت هڪ اهڙي ڪلچر کي فروغ ڏنو هو، جو اسلامي ۽ هندي/ سنڌي تهذيبن جو امتزاج هو." ڪن مورخن سومرا خاندان جي بادشاهن کي 'اسماعيلي' ڄاڻايو آهي. اها ڪا حيرت جي ڳالهه ڪانه آهي، ڇو ته ان زماني ۾ هڪ طرف افغانستان کان ايندڙ حملي آورن جو واسطو بغداد جي عباسي خليفن سان هو. ان ڪري سنڌ ۽ ملتان جي سومرن حاڪمن جو مصر ۽ افريقا جي فاطمي خلافت سان ناتو جڙڻ فطري عمل هو. سومرن اسماعيلي داعين ۽ صوفي بزرگن جي آمد کي ڀليڪار ڪري، سنڌ ۾ حڪمرانيءَ جو هڪ اهڙو نظام قائم ڪيو، جو صدين تائين نه منجهن اقتدار تي ويڙهه ٿي، نه ڄاءِ نشينيءَ جا جهڳڙا ٿيا، پر هنن سنڌ کان ملتان ۽ اڄ تائين صدين تائين عوامي فلاح ۽ ڀلائيءَ جي ڪامن کي اوليت ڏني، علم ادب جي ترقيءَ لاءِ ڪوشش ڪئي، بند ٻڌائي، نهرون کوٽائي زرعي معيشيت کي سڌاريو ۽ عام ماڻهن جي سُک ۽ سُڪار/ خوشحاليءَ لاءِ ڪوشش ڪئي.

سومرن جا ڪيترا ڪردار حڪمرانيءَ، بهادريءَ ۽ ذهانت جي حوالي سان تاريخ جي ورقن تي رقم ٿيل آهن، جن ۾ خفيف سومرو، ابن سومار عرف راڄپل، پونگر سومرو، دودو سومرو، تارا ٻائي سومري، ٻاگهل ٻائي، همير سومرو، سنگهار سومرو ۽ ٻيا اهم آهن. سومرن 1011ع کان 1351ع تائين سنڌ، ملتان، اچ تائين حڪمراني ڪئي. هن قبيلي جي شهيد دودي سومري، شهيد الهه بخش سومري ۽ شهيد عبدالرزاق سومري جا نالا سنڌ جي حب الوطنيءَ جي تاريخ ۾ سدائين امر ۽ روشن رهندا.

**(وڌيڪ ڏسندا: انسائيڪلوپيڊيا سنڌيانا، جلد ٽائون: سنڌ ۾ سومرا دور)**

**سومرا راڄ گهراڻو (ڪتاب):** هيءُ ڪتاب سنڌ جي ناميار مؤرخ ڊاڪٽر مهر عبدالحق سومري جي انگريزي ڪتاب 'The Soomras' جو سنڌي ترجمو آهي، جيڪو عمر سومري ڪيو آهي. هن ڪتاب ۾ سومرن جي بادشاهيءَ جي 350 سالن جي تاريخي دؤر کي سائنسي تحقيق جي بنياد تي جامع انداز ۾ پيش ڪيو ويو آهي.




ڪتاب جي ابتدا ۾ سنڌيڪار جو نوٽ، مترجم جو ڪتاب بابت تعارف ۽ اصلوڪي ڪتاب 'The Soomras' جي ليکڪ ڊاڪٽر مهر عبدالحق سومري جو لکيل مهاڳ به شامل آهي. هن ڪتاب کي مجموعي طور ٻن ڀاڱن ۾ ورهائي سگهجي ٿو. پهرين ڀاڱو ايڪيهن (21) بابن تي مشتمل آهي، جن ۾ باب پهريون: 'سنڌ' لفظ جي لسانياتي سمجهاڻي، باب ٻيون: 'جيون جو جنم وڻڻ ۽ انسان پاران ان کي قائم رکڻ لاءِ جاکوڙ، باب ٽيون: ڪانن ٻيڙين جا موجد، باب چوٿون: ماهر ٻيڙياتا ۽ سامونڊي وڻجارا، باب پنجون: 'دلمون' ديوتائن جي جنت، باب ڇهون: سومرا ۽ دراوڙ، باب ستون: سومرا تاريخي دؤر دوران ۽ ٻيا باب شامل آهن. جڏهن ته ٻئي ڀاڱي ۾ مختصر طور ڪن سومرا شخصيتن جو سرسري احوال، ايراضيءَ جا نقشا، سومرا دور سان تعلق رکندڙ تاريخي ماڳن ۽ شين بابت ڄاڻ ۽ سومرن جي نسلي شجرن جو چارٽ پڻ ڏنل آهي. ڪتاب جي پڇاڙيءَ ۾ اصلوڪي انگريزي ڪتاب جي ليکڪ ۽ سنڌيڪار جو مختصر تعارف به ڏنل آهي. ڪتاب جو پهريون ڇاپو فيبروري 2010ع ۾ ثقافت کاتي، حڪومت سنڌ ڇپائي پڌرو ڪيو آهي.

ڊيمي سائيز جي پڪي جلد ۽ رنگين ٽائيٽل واري 332 صفحن تي مشتمل هن ڪتاب جي قيمت 400 روپيا آهي.

**سومراڻي (ديهه):** هي تعلقي لکي غلام شاهه ۽ ضلعي شڪارپور جي هڪ ديهه آهي، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

سومراڻي، علي آباد، صادق جي واند ۽ دلاور مهر.

**سومراٽي، مولانا محمد نصرالله:** مولانا نصرالله ولد مولانا غلام رسول سومراٽي اگوڻي ضلعي سکر جي ڳوٺ مڏ ڪوسي ۾ 1933ع ڌاري ڄائو. هن قرآن مجيد جي تعليم پنهنجي والد بزرگوار وٽ حاصل ڪئي. ان بعد ترجي مشهور صوفي بزرگ ۽ عالم مولانا مهرالله مهروٽ تعليم حاصل ڪئي. بعد ۾ دارالهدىٰ ٺيڙهيءَ مان دستار بند عالم ٿيو. ان ڪانسواءِ هن سنڌ ۽ پنجاب جي عالمن وٽ تعليم حاصل ڪئي. علم نحو، مفتي غلام قادر، مولانا قطب الدين انڍڙ ۽ مولانا مفتي عبدالواحد مهر محبوب ڳوٺ واري ڪان پڙهي، ان علم ۾ مهارت حاصل ڪيائين. درس نظاميءَ جي مشڪل ترين ڪتاب 'سراجي' جي تعليم مولانا عبدالهادي ٺيڙهيءَ واري ۽ مولانا عبدالرشيد لڏيانويءَ ڪان حاصل ڪيائين.



مولانا نصرالله ڪجهه وقت 'ڪڏه مسجد سکر' ۾ خطابت جا فرائض سرانجام ڏنا. بعد ۾ مولانا امان الله سومري رڪ واري، مير صبح صادق ڪوسي ۽ مولانا عبدالحق ڪوسي جي اصرار تي ڳڙهي خيري ۾، 1962ع ڌاري 'مدرسه عربيه باب الهدىٰ' جو بنياد وڌائين. هي ادارو اڄ به ڳڙهي خيري ۾ قائم آهي. 1982ع ڌاري مولانا صاحب شڪارپور ۾ آيو. انهيءَ وچ ۾ هن ڪجهه وقت سکر ۽ شڪارپور جي مختلف مدرسن ۾ تعليم ڏني. هن وقت شڪارپور شهر جي مدني ميمڻ مسجد مست علي شاهه محلي ۾، درس ۽ تدريس جون خدمتون سرانجام ڏئي رهيو آهي.

مولانا محمد نصرالله سومراٽي 'درس قرآن' ۾ دسترس رکي ٿو. مولانا صاحب حضرت هاليجويءَ جو دست بيعت هو ۽ سندس اهو تعلق درگاهه سان اڄ به قائم آهي. مولانا جميعت علماءِ الاسلام سان واسطو رکي ٿو پاڻ جيترو وقت ڳڙهي خيري ۾ رهيو 'جميعت علماءِ الاسلام' تعلقي ڳڙهي خيري جو امير رهيو ۽ ضلعي ۽ صوبائي شوراٰ جو رڪن رهيو.

مولانا محمد نصرالله ڪجهه ڪتاب به لکيا آهن، جن ۾: 'معين الوارثين'، 'علم ميراث' (سنڌي) ۽ منطق جي مشهور ڪتاب 'سلوم العلوم' تي حاشيه ۽ علم نحو جي هڪ ننڍي رسالي 'مائه عامل' جي سنڌيءَ ۾ شرح وغيره ذڪر جوڳا آهن. مولانا جي شاگردن ۾ آغا عبدالرؤف جان چشمي وارو، مولانا غلام غوث بلوچ ۽ مولانا عبدالغفور حيدري ۽ ٻيا شامل آهن.

**سومر جي (ديهه):** تعلقي روهڙي ۽ ضلعي سکر جي هڪ ديهه، جنهن ۾ مهرواري نالي هڪ ڳوٺ شامل آهي.

**سومر سانگي (ديهه):** هي تعلقي ۽ ضلعي لاڙڪاڻي جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

اعتبار ڏاهاٽي، اُڍا، صاحب خان ڏاهاٽي ۽ ملان سونهارو.

**سومر عطار (ملهه):** ملهه پهلوان سومر عطار ڳوٺ سڏوجا، تعلقي موري جو رهاڪو هو. ڪجهه وقت ضلعي دادوءَ ۾ رهي وري پنهنجي اصل ڳوٺ سڏوجا ۾ رهيو. ڪيس ملهه جو شوق پنهنجي وڏي ڀاءُ غلام حسين عطار کي ڏسي پيدا ٿيو اڳتي هلي شاگرديءَ جو ڏاڳو پهلوان غلام محمد ڳچل کان ٻڌرايائين. پهرئين جوڙ ۾ پهچڻ بعد استاد شير ميربحر کان ٻيهر شاگرديءَ جو ڏاڳو ٻڌرائي ملاکڙن ۾ لهي پيو هي پهلوان قد بت، شڪل شبيهه ۽ بيهڪ ۾ تمام سهڻو پهلوان ٿي گذريو آهي. پهرئين جوڙ ۾ سندس مقابلا پهرئين جوڙ جي سمورن ناليوارن پهلوانن سان ٿيندا رهيا. هن پهلوان کي ملهه وڙهڻ جو جنون جي حد تائين عشق رهيو. سندس حال غريبيءَ وارو هو گهريل خوراڪ ميسر نه هوندي به ملهه مان ملندڙ انعام اڪرام پنهنجي جان ۽ خوراڪ وغيره تي خرچ ڪندو هو. پهلوان عطار طبيعت جو مانيٺو هو ۽ ڪنهن به وڏيري جو خاص ملهه ٿي نه رهيو هو. اهڙي پهلوانيءَ کي هي عيب سمجهندو هو. ميلن ملاکڙن کان باقي وقت هارپي جو ڪم ڪندو هو. ملهه جو سيبتوءُ سخي ملهه هو. هن پنهنجي اوج ۾ رٽائر ڪيو. ان کان سواءِ هي ڪوڏي ڪوڏيءَ جو به بهترين رانديگر هو. زندگيءَ جي آخري ڏينهن ۾ پنهنجي ڳوٺ جي زمين تي سخت محنت ڪري ٻچن جو گذران ڪندو هو. سندس پڇاڙي تمام ڪسمپرسيءَ ۾ گذري. 6-7 سال اڳ گمناميءَ جي عالم ۾ پنهنجي ڳوٺ سڏوجا ۾ وفات ڪري ويو.

**سومر فقير هنگورو:** سومر فقير هنگورو پنهنجي دور جو سالڪ، باڪمال درويش ۽ سخي مرد ٿي گذريو آهي. سندس جنم 1310هه/ 1892ع ڌاري ڳوٺ محمود هنگوري لڳ سعيدآباد، ضلعي حيدرآباد (موجوده مٽياريءَ) ۾ محمد موسىٰ هنگوري جي گهر ۾ ٿيو. بعد ۾ لڏي اچي شهدادپور ويجهو هڪ ڳوٺ ۾ ويٺو اهو ڳوٺ سندس نالي سان اڄ به مشهور آهي. سومر فقير درويش صفت انسان هو. ننڍي هوندي کان ئي سندس روشن دماغ ۾ حصول علم جا واضح آثار موجود هئا. جڏهن سمجهه لائق ٿيو ته سندس طبيعت جو لاڙو فقيريءَ ڏانهن ٿيو ۽ شاهه مردان شاهه 'اول' ڪوٽ ڏڻيءَ جي خدمت ۾ حاضر ٿي بيعت وٺي سندس مريد بڻيو. فقير سومر اعلىٰ خوبين وارو آدرشي انسان، پرهيزگار ۽ شريف ۽ نيڪ شخص هو سندس سخاوت پري پري تائين مشهور هئي. سندس غريب خاني تي لنگر هر وقت هلندو رهندو هو سندس سخاوت جا ڪيترائي مثال ملن ٿا. انسانيت، سخاوت، ڪرامت ۽ عبادت جا سڀئي گڻ منجهس موجود هئا.

سومر فقير هنگوري، 5 جمادي الاول 1375هه/ 20 ڊسمبر 1955ع تي وفات ڪئي.

**سومرڪي[1] (ديهه):** تعلقي ٽنڊي محمد خان جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

سڄڻ سومرو، خدا بخش ڪوسو، اسحاق پليجو، صالح پليجو، حاجي پنهون ڪوسو ۽ حاجي چلو سومرو.

**سومرڪي**[2] (ديھ): تعلقي ٽنڊي محمد خان جي هڪ ديھ. جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

سومرڪي موري، شڪيل ٽنگڙي، علي محمد هاليپوٽو، عالم شاهه، غلام علي نظاماڻي، حاجي شفيع محمد نظاماڻي، محمد اسماعيل نظاماڻي، عرس خان نظاماڻي، پيروساڻ ۽ جعفر علي نظاماڻي.

**سومر مرڪنڊ** (ملھ): ملھ پهلوان سومر مرڪنڊ جو ڳوٺ اگڙا تعلقو گمبٽ، ضلعو خيرپور آهي. هن پهلوان کي ملھ جو شوق استاد شير گويانگ جي صحبت مان پيدا ٿيو ۽ پنهنجي شوق جي پورائيءَ لاءِ ڪانئس ملھ جو فن سکيو. استاد ڪان ڊاڳو ٻڌائي ملاکڙن ۾ وڙهڻ جي اجازت ورتائين. استاد جي اجازت ڪانپوءِ سومر مرڪنڊ ٽئين جوڙ ڪان ملھ وڙهڻ شروع ڪئي. ٽئين جوڙ ۾ پنهنجي ڳوٺ جي پرسان وارن



ملاکڙن ۾ اٽڪل هڪ سال تائين ملھ وڙهندو رهيو ۽ جلد ئي ترقي ڪري ٻئي جوڙ ۾ پهتو. ٻئي جوڙ ۾ پهچڻ ڪانپوءِ سنڌ جي هر شهر ۽ ڳوٺ جي ملاکڙي ۾ ويندو رهندو هو ۽ ڪافي مشهور ٿيو. کيس هن وقت تائين خاص انعام شاهه لطيف ۽ شاهه مُناري جي ملاکڙن تي ملي چڪا آهن.

**سومرن جو دؤر** (ڪتاب) ۽ پاڳا: هيءَ ڪتاب، دودي چنيسر جي ڳالھ ۽ ٻئي روايتي ذخيري جي روشنيءَ ۾ سنڌي ٻوليءَ جي نامور عالم ۽ محقق ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ جي تحقيق تي مبني آهي.



هيءَ ڪتاب ٻن ڀاڱن ۾ ورهايل آهي، ڀاڱي پهرئين ۾ دودي-چنيسر جي ڳالھ جو تفصيلي وچور ۽ ويچار، ڪل ڇهن بابن تي مشتمل آهي، ڀاڱي ٻئي ۾ سومرن ۽ سنڌن دور بابت تاريخي اهميت وارو مواد پڻ ڇهن بابن تي مشتمل آهي ۽ آخر ۾ ضميمو ڏنو ويو آهي، جنهن ۾ دودي- چنيسر جي ڳالھ ڪان سواءِ سومرن جي دؤر ۽ سومرن بابت ٻيو روايتي ذخيرو شامل ڪيو ويو آهي. ڪتاب بابت بورڊ جو سيڪريٽري اعجاز منگي لکي ٿو ته: ”تاريخ جي حوالي سان هيءَ ڪتاب، سومرا دور جي ٻن تاريخي ۽ جنگي ڪردارن دودي ۽ چنيسر جي ڳالھ تي مشتمل هڪ تاريخي جُنگ ڪيڏارو يا ڪوئائي ڪٿا آهي. هن ڳالھ جو پسمنظر تاريخي آهي. انهيءَ ڪوئائي ڪٿا جا تاريخي ماخذ سيني به سيني هلندڙ لوڪ روايتن تي ٻَڌل آهن. جيئن ته هن ڪتاب سان لاڳاپيل تذڪرن جو تعلق هڪ ڀرپور تاريخي دؤر سان آهي، تنهنڪري هن ڪتاب جو مطالعو به اوترو ئي دلچسپ ۽ معلومات سان ڀريل آهي.“

ڪتاب جو مهاڳ ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ لکيو آهي. هيءَ ڪتاب سنڌ جي تاريخ جي بهادر ڪردار دودي سومري جي داستان تي ٻڌل تاريخي دستاويز آهي، هن موضوع تي هي پهريون ڪتاب آهي، جنهن ۾ دودي ۽ چنيسر واري روايتي قصي سان گڏ سومرن جي دؤر جو به تفصيلي ۽ تحقيقي جائزو ورتو ويو آهي.

ڊيمي سائيز ۾ ڪچي جلد سان ڇاپو پهريون سيپٽمبر 1980ع ۾، ۽ ڇاپو ٻيو 2006ع ۾ سنڌي ادبي بورڊ حيدرآباد پاران ڇپجي پڌرو ٿيو. 348 صفحن تي مشتمل هن ڪتاب جي قيمت 165 رپيا آهي.

**سومرن جو شجرو** (ڪتاب): هي ڪتاب هنگورجا جي رهاڪو حاجي فقير محمد سومري جو تصنيف ڪيل آهي، جنهن ۾ هن سومرن جي اصليت، سومرن جي مختلف خاندانن جا شجرا ۽ تعارف، جن شهرن ۾ سنڌن رهائش آهي، تن جو تفصيل ۽ شجرن جي سلسلي ۾ رهنمائي ڪندڙن جا نالا پڻ ڏنا ويا آهن. هن ڪتاب ۾ ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ جي مختصر مهاڳ، ڪانسواءِ پير عبدالوحيد جان سرهندي، ڊاڪٽر خورشيد عباسي، ڪاظم علي شاهه لڪياري، ڊاڪٽر عبدالخالق سومري، ڊاڪٽر غلام قاسم سومري وغيره جا تاثرات به ڏنا ويا آهن. ان ڪانسواءِ نوجوان محقق آفتاب سومري جو مضمون ’شجرا ڪيئن جڙيا‘ به ڏنو ويو آهي.




ڊيمي سائيز جي 360 صفحن تي مشتمل هي ڪتاب، سومرا برادري سنڌ، عريبا پبليڪيشن ڪراچيءَ ڪان، 2013ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو آهي، جنهن جي قيمت 500 روپيا آهي.

**سومرو، آفتاب**: آفتاب احمد ’آفتاب‘ ولد محمد اسحاق سومرو 11 آڪٽوبر 1956ع تي شڪارپور ويجهو مريد سينار ڳوٺ ۾ ڄائو. سندس تعليمي قابليت ايم. اي سوشيالاجي، ايم. اي (انگريزي) ۽ ايل. ايل. بي آهي.



آفتاب سومري جونيئر اسڪول ٽيچر (J.S.T) جي حيثيت سان سرڪاري نوڪريءَ جو آغاز ڪيو. بعد ۾ گورنمينٽ ڪاليج آف ٽيڪنالاجي حيدرآباد ۾ انسٽرڪٽر مقرر ٿيو. ان ڪانپوءِ ’اسسٽنٽ ڊائريڪٽر نيشنل بوڪ فائونڊيشن‘ مقرر ٿيو. جنهن سلسلي ۾ ڪراچي ۽ ڪوئيٽا ۾ به خدمتون سرانجام ڏنائين. سندس ٽي ڪتاب شايع ٿيل آهن: (1) مزدڪ جي ملڪ ۾ (سفرنامو)، (2) ايران جو سفرنامو (اردو)، (3) بيجنگ کي بازارون سي بئنڪاڪ کي بازارون تڪ (اردو ۾ سفرنامو).

هي ’سماج سڌار تحريڪ‘ جو باني ميمبر، ’سامي ريسرچ سوسائٽيءَ

جو باني ميمبر. 'پروگريسو ٿنڪرس فورم' ۽ 'سنڌي ادبي سنگت' جو سرگرم ڪارڪن رهي چڪو آهي. ان کان سواءِ آفتاب سومرو 'شعور' رسالي جو ايڊيٽر، 'نئين دنيا' جي ايڊيٽوريل بورڊ جو ميمبر ۽ 'روشن خيال' رسالي جو پاڻهن ڀيلي به رهي چڪو آهي. اڄڪلهه سچل سرمست تي تحقيق ڪري رهيو آهي. گڏوگڏ اسلام آباد ۾ نيشنل بوڪ فائونڊيشن ۾ سيڪريٽريءَ جي عهدي تي خدمتون پڻ سرانجام ڏئي رهيو آهي.

**سومرو، افتخار احمد:** افتخار احمد ولد حاجي مولا بخش سومرو، 29 آگسٽ 1946ع تي شڪارپور ۾ ڄائو. هن ابتدائي تعليم گرامر اسڪول ڪراچي ۽ اعلىٰ تعليم آمريڪا مان حاصل ڪئي. هي بنيادي طور تي هڪ صنعتڪار آهي، صنعت سان گڏ سياست سان به لاڳاپيل رهيو آهي. افتخار احمد صوبائي اسيمبليءَ جو ميمبر به رهي چڪو آهي. هن سياست سان گڏ سماجي ڪمن ۾ به حصو ورتو آهي، شڪارپور ۾ حاجي



مولا بخش ڪارڊيو اسپتال، حاجي مولا بخش لا ڪاليج، حاجي مولا بخش سائنس ۽ ٽيڪنالاجي انسٽيٽيوٽ، ڪهڪشان سٽي اسڪول ۽ ايجوڪيشنل انسٽيٽيوٽ جو قيام سندس سماجي خدمتن جا مثال آهن. افتخار احمد سومرو شڪارپور واسين لاءِ هڪ جديد اکين جي اسپتال جي منصوبي تي پڻ ڪم ڪري رهيو آهي. شڪارپور جا ڪيترا ذهين شاگرد سندس تعاون سان اعلىٰ تعليم حاصل ڪري چڪا آهن. افتخار سومرو سماجي خدمتن ۽ شرافت سبب شڪارپور جي سياسي ۽ سماجي ميدان ۾ هڪ نمايان حيثيت رکي ٿو. هن وقت سياسي حوالي سان 'تحريڪ انصاف' سان وابسته آهي ۽ ان جي سينٽرل ايگزيڪيوٽو ڪاميٽيءَ جو ميمبر پڻ آهي.

**سومرو، اڪبر حيدر:** پروفيسر ڊاڪٽر اڪبر حيدر سومري 18 سيپٽمبر 1947ع تي لاڙڪاڻي ۾ غلام حيدر سومري جي گهر ۾ جنم ورتو. سندس والد روينيو کاتي ۾ سپروائيزر جي عهدي تي فائز هو. هن پرائمري تعليم شاهه محمد اسڪول مان ۽ مئٽرڪ گورنمينٽ هاءِ اسڪول لاڙڪاڻي مان 1962ع ڪئي. ايم. بي. بي. ايس جي ڊگري لياقت ميڊيڪل ڪاليج جامشوري مان 1980ع ۾ حاصل ڪيائين. تنهن کانسواءِ 1973ع



ڌاري اکين جي شعبي ۾ ٽريننگ CPSP حيدرآباد مان ڪيائين، جڏهن ته ايف. آءِ. سي جي ڊگري 1985ع ۾ حاصل ڪيائين. 1987ع ۾ آمريڪا جي هڪ يونيورسٽيءَ کيس اعزازي ڊگري پڻ ڏني. هن ڪولمبو يونيورسٽيءَ مان 1991ع ۾ ڊاڪٽوريٽ آف سائنسز جي اهم ڊگري حاصل ڪئي. انهيءَ سان گڏوگڏ پاڻ ڪميونٽي اورينٽيڊ انسٽيٽيوٽ آف ميڊيڪل سائنس نيڌرلينڊس جي ميمبرشپ به ماڻي چڪو آهي. ان کان سواءِ 1996ع ۾ رائل ڪاليج آف لنڊن جي ميمبرشپ ۽ آمريڪا جي ميڊيڪل اڪيڊميءَ پاران فيلوشپ جو اعزاز پڻ حاصل ڪري چڪو آهي.

اڪبر حيدر سومري نوڪريءَ جي شروعات 1970ع ۾ ميڊيڪل آفيسر (سکر) طور ڪئي. 1975ع ۾ نوابشاهه ميڊيڪل ڪاليج ۾ اسسٽنٽ پروفيسر مقرر ڪيو ويو. 1976ع ۾ کيس بدلي ڪري چانڊڪا ميڊيڪل ڪاليج لاڙڪاڻي ۾ رکيو ويو، جتي 1982ع ۾ ايسوسيئيٽ پروفيسر ۽ 1985ع ۾ پرنسپل چانڊڪا ميڊيڪل ڪاليج مقرر ڪيو ويو.

اڪبر سومرو جڏهن چانڊڪا ۾ آيو هو ته اتان جو ماحول گهڻو خراب ٿي چڪو هو، چو ته ان وقت پروفيسرن کي شاگردن اغوا ڪيو هو ۽ سي. آءِ. اي تمام گهڻي سرگرم هئي. ان جي باوجود هن پنهنجي صلاحيتن سان ماحول کي بهتر بنايو ۽ ٽن پوسٽن ايم. ايس، پرنسپال ۽ پروفيسر طور ڪاليج ۾ 1985ع کان 1997ع تائين لڳاتار ٻارهن سال ڪم ڪري پاڪستان جي سمورن ڪاليجن جي سڀ کان گهڻو عرصو پرنسپال جي عهدي تي ڪم ڪرڻ جو اعزاز حاصل ڪيائين. سندس نالو عالمي رڪارڊ واري گنيز بڪ توڙي Who is Who ورلڊ رڪارڊ آمريڪن مارڪئس ڪتاب ۾ پڻ شامل ڪيو ويو آهي.

اڪبر حيدر سومرو فقير منش طور انسانيت جي خدمت پنهنجو فرض سمجهي ٿو. اڪبر حيدر سومري پرنسپال طور 12 سال ۽ اعزازي ڊائريڪٽر پاڪستان ميڊيڪل ريسرچ ڪائونسل جو ايم. سي آفيسر طور چار سال ڪم ڪري پاڻ مڃايو آهي. ان کانسواءِ ايم. ايس، ايل. ايم. سي اسپتال حيدرآباد جي عهدي تي به ذميواريون نڀائي چڪو آهي. ان بعد سنڌ پبلڪ سروس ڪميشن جو پڻ ڪافي عرصي تائين ميمبر رهيو، جنهن دوران ئي کيس شاندار ڪارڪردگيءَ سبب شهيد محترمه بينظير ڀٽو يونيورسٽيءَ لاڙڪاڻي جو وائيس چانسلر مقرر ڪيو ويو آهي، جتي پاڻ نهايت احسن نموني فرائض سرانجام ڏئي رهيو آهي.

پروفيسر اڪبر حيدر جي شخصيت گهڻ پاسائين آهي. ڊاڪٽر هوندي به ورسٽائيل شخصيت آهي، چاڪاڻ ته ادب، ثقافت ۽ فن سان سندس دلچسپي تمام گهڻي رهي آهي. کيس خدمتن جي مڃتا طور تمام گهڻا اوارڊ ۽ اعزاز ملي چڪا آهن.



**سومرو، الطاف:** سنڌي اداڪار ۽ ڊائريڪٽر الطاف احمد ولد عبدالفتاح سومرو، 16 آگسٽ 1953ع تي حيدرآباد ۾ ڄائو ابتدائي تعليم ميرپورخاص ۾ حاصل ڪيائين. ايم. اي (پوليٽيڪل سائنس) 1974ع ۾ ۽ ايل. ايل. بي 1975ع ۾ سنڌ يونيورسٽيءَ مان ڪيائين. عملي

زندگيءَ ۾ ايچ. ايس. ٽي طور تعليم کاتي ۾ ملازمت ڪيائين. هن 1970ع ڌاري اسٽيج ڊرامن کان فني سفر شروع ڪيو. 1974ع ۾ پي. ٽي. وي ڪراچي سينٽر تي متعارف ٿيو. اتي هن مختلف ڊرامن ’روشني جي تلاش‘، ’سام سيريل‘، ’راڻيءَ جي ڪهاڻي‘، ’جنگل‘، ’ديوارين‘، ’ملڪيت‘ ۽ ’باک‘ جهڙن مشهور ڊرامن ۾ اداڪاري ڪئي. ان کان سواءِ سنڌي سيٽلائيٽ چئنل ڪي. ٽي. اين تي ڊراما سيريل گنهگار، اوڪا پنڌ، ڪورو ڪاغذ ۽ دشمن سميت ٻين ڊرامن ۾ بهترين پرفارمنس ڏني. الطاف سومري سنڌ ٽي. وي، مهراڻ ٽي. وي ۽ آواز ٽي. ويءَ تي به فن جا جوهر ڏيکاريا آهن. هن مهراڻ ٽي. وي تي انا جو موت، ارمان، پيار جو پرڙو ۽ پيار تي پهرا وغيره جي ڊائريڪشن به ڪئي. ڊراما سيريل دشمن، انا جو موت، ارمان، احساس ۽ پيار تي پهرا مشهور اٿس. هن اردو چئنلن: اي. آر. واءِ، سما ۽ هم ٽي. وي تي به اداڪاريءَ جا جوهر ڏيکاريا آهن. کيس ريڊيو تي صداڪاريءَ جو تجربو حاصل آهي.

الطاف سومري کي خدمتن جي اعتراف ۾ (1) پريزيڊنسي اوارڊ (1984ع)، (2) ڀٽائي آرٽس ڪائونسل اوارڊ (2013ع) وغيره مليا آهن. کيس ٽي نياڻيون ۽ ٻه پٽ آهن. پاڻ حيدرآباد ۾ رهي ٿو.

**سومرو، الهورايو**: نامور سياسي ۽ سماجي اڳواڻ الهورايي سومري، ٺري ميرواهه، ضلعي خيرپور ۾ جنم ورتو. پرائمري تعليم مقامي اسڪولن مان ڪيائين. سيڪنڊري تعليم مڪمل ڪري ممتاز ڪاليج خيرپور ۾ داخلا ٿيو.

الهورايي سومري سياست جو آغاز 1974ع کان ممتاز ڪاليج خيرپور ۾ پڙهڻ دوران جيئي سنڌ اسٽوڊنٽس فيڊريشن ۾ شامل ٿيڻ سان ڪيو. شروع ۾ ممتاز ڪاليج ۾ جساف جو جنرل سيڪريٽري ۽ بعد ۾ صدر ٿيو. اهڙيءَ طرح هن قومي جذبي هيٺ مقامي سطح تي سنڌي شاگردن جي جائز مسئلن لاءِ ڀرپور جدوجهد ڪئي. هن پڙهائيءَ ۽ سياست کي گڏوگڏ جاري رکيو. اڳتي هلي هن ايل. ايل. بي جي ڊگري پڻ حاصل ڪئي ۽ ڪورٽ ۾ پنهنجي رجسٽريشن ڪرائي وڪالت شروع ڪيائين. ان دوران ايم. آر. ڊي تحريڪ ۾ به ڀرپور حصو ورتائين ۽ تحريڪ دوران گرفتار ٿيل ڪارڪنن جا ڪيس رضاڪارانه طور وڙهندو رهيو. ڪارڪنن جون ضمانتون ڪرائڻ جي نتيجي ۾ کيس به جيل ڀوڳڻو پيو. ان کانپوءِ 1985ع ۾ جڏهن ممتاز علي ڀٽي ۽ بلوچ اڳواڻن گڏجي سنڌي، پختون، بلوچ فرنٽ ٺاهيو ۽ ملڪ ۾ ڪنفيڊريشن نظام جو نظريو ڏنو ته الهورايو سومرو فرنٽ ۾ شامل ٿيو ان وقت کيس ضلعي خيرپور جو انفرميشن سيڪريٽري مقرر ڪيو ويو، بعد ۾ ضلعي صدر چونڊيو ويو. ان کانپوءِ سکر ڊويزن جو صدر مقرر ڪيو ويو بعد ۾ جڏهن ممتاز علي ڀٽي سنڌي، بلوچ، پختون فرنٽ ختم ڪري ’سنڌ نيشنل فرنٽ‘ ٺاهيو ته هيءُ به ان ۾ شامل ٿيو ۽ کيس فرنٽ جي سينئر وائيس چيئرمئن جي عهدي تي مقرر ڪيو ويو. 1996ع ۾ جڏهن ممتاز علي ڀٽو سنڌ حڪومت جو نگران وڏو وزير مقرر ٿيو ته الهوائي سومري کي سنڌ جي نگران ڪابينا ۾ مواصلات جو وزير ڪيائين. هن جو سياسي حوالي سان گهڻو واسطو ممتاز علي ڀٽي سان رهيو آهي. ممتاز علي ڀٽي تازو جڏهن سنڌ نيشنل فرنٽ کي نواز ليگ ۾ ضم ڪيو ته هيءُ پڻ ان سان گڏ نواز ليگ ۾ شامل ٿيو آهي.

**سومرو، امام علي**: نامور تعليمي ماهر ۽ فرض شناس آفيسر انجنيئر امام علي سومري، 14 فيبروري 1937ع تي ٺارو شاهه شهر ۾، عبدالله سومري جي گهر ۾ جنم ورتو هن ابتدائي تعليم پرائمري اسڪول ٺارو شاهه ۽ سيڪنڊري تعليم هاءِ اسڪول ٺارو شاهه مان حاصل ڪئي. ننڍپڻ کان ئي ذهين هو، پرائمري کان فرسٽ ايئر تائين پوزيشن کنيائين. هن جي ننڍپڻ کان تعليم ۽ تربيت والد صاحب جي هٿ هيٺ ٿي، پر بدقسمتيءَ سان انٽر جي پڙهائيءَ دوران سندس والد جي وفات ٿي، جنهن سندس زندگيءَ تي منفي اثر ڇڏيا ۽ انهيءَ عرصي دوران مالي وسيلن جي اڻهوند سبب سخت پريشانيءَ واري حالت ۾ رهيو. پر پوءِ ٺارو شاهه جو سماج سڌارڪ ڊاڪٽر قادري سندس ڀرجهلو ٿيو ۽ سندس ماهوار وظيفو مقرر ڪيائين. ان کان سواءِ ڪنڊياري جو هر دلعزيز شخص شاهنواز پيرزادو به ذهين شاگردن کي اسڪالرشپ ڏئي پڙهائيندو هو، جنهن پڻ امام عليءَ جو ماهوار 25 روپيا وظيفو مقرر ڪيو. جيڪو 1953ع کان 1955ع تائين کيس ملندو رهيو. هن انٽر جو امتحان ڊگري ڪاليج ڪاري موري حيدرآباد مان امتيازي نمبرن سان پاس ڪيو. سول انجنيئرنگ ۾ گريجوئيشن جي ڊگري اين.اي.ڊي يونيورسٽي ڪراچيءَ مان حاصل ڪيائين. امام علي بي. اي ڪرڻ کانپوءِ آبپاشي کاتي ۾ ڊرافٽسمين مقرر ٿيو. جتي ٿوري عرصي ۾ نوڪري تان استعيفا ڏئي ڇڏيائين. ان بعد روڊس کاتي ۾ انجنيئر مقرر ٿيو. جتي ڪافي عرصو خدمتون سرانجام ڏيندو رهيو. ان دوران پي.آءِ.اي ۾ انجنيئر طور ڀرتي ٿيو. سندس پهرين پوسٽنگ ڊاڪا يعني اوڀر پاڪستان ۾ ٿي، جتي هڪ سال رهيو. بعد ۾ ڪراچي بدلي ڪرائڻ جي ڪوشش ڪيائين، پر بدلي نه ٿيس. جنهنڪري استعيفا ڏئي ڇڏيائين. ان بعد سنڌ يونيورسٽيءَ ۾ اسسٽنٽ انجنيئر رهيو. جتان پوءِ ٽيڪنيڪل ڪاليج ڪراچيءَ ۾ هيڊ آف ڊپارٽمنٽ ٿي رهيو. سندس زندگيءَ جو هي عرصو نهايت شاندار ۽ ماناٽو رهيو. پڙهائڻ واري عمل ۾ هڪ مثالي استاد جي حيثيت ۾ پاڻ مڃايائين ۽ شاگردن جي دلين ۾ پنهنجي لاءِ جاءِ ٺاهيائين. جنهن کانپوءِ ٽيڪنيڪل ڪاليج خيرپور جو پرنسپال مقرر ٿيو سندس هي عرصو به شاندار رهيو جنهنڪري خيرپور جا ماڻهو اڄ به کيس سٺن لفظن ۾ ياد ڪن ٿا. هن اداري ۾ اڪثريت پنجاب جي شاگردن جي هئي. هن محسوس ڪيو ته سنڌ جي شاگردن جي حق تلفي ٿي رهي آهي، ان جي ازالي لاءِ هن ٻهراڙيءَ جي ڪوٽا موجب سنڌ جي شاگردن کي ترجيحي بنيادن تي داخلا ڏني. ان کان پوءِ هو سويڊش انسٽيٽيوٽ آف ٽيڪنالاجي ڪراچيءَ (لانڍيءَ) ۾ ڊائريڪٽر ٿيو. بعد ۾ ٽيڪنيڪل ايجوڪيشن سنڌ جو ڊائريڪٽر مقرر

ٿيو. هن دور ۾ سندس محنت ۽ جاکوڙ سبب سنڌ ۾ ڪيترا مونو ٽيڪنيڪل ڪاليج کليا ۽ ٽيڪنيڪل ايجوڪيشن ڪافي ترقي ڪئي. جنهن جو مثال هي آهي ته هن سنڌي فونٽس سان ٽائيپ رائيٽر متعارف ڪرايا. هن پنهنجي سروس دوران ايشين ڊولپمينٽ بئنڪ طرفان ڪافي ملڪن جا دورا ڪيا ۽ پاڪستان جي نمائندگي ڪندي دنيا جي ملڪن ۾ چٽو موقف رکيائين. اهڙيءَ طرح هن اعليٰ آدرشي انسان 14 فبروري 1997ع تي پنهنجي حياتيءَ جا 60 سال پورا ڪري رٽائرمينٽ ورتي ۽ ترت فالج سبب وفات ڪئي.

**سومرو، انور**: شاعر، ليکڪ، صحافي ۽ ايڊيٽر انور سومري جو پورو نالو علي انور ولد مولا بخش سومرو آهي. سندس جنم 07 سيپٽمبر 1979ع تي چڪ شهر، تعلقي لکي غلام شاهه، ضلعي شڪارپور ۾ ٿيو. هن پرائمري تعليم گورنمينٽ پرائمري اسڪول چڪ مان ۽ مئٽرڪ گورنمينٽ هاءِ اسڪول چڪ مان ڪئي. انٽر ۽ بي. اي گورنمينٽ ڊگري ڪاليج سکر مان ڪرڻ ڪانپوءِ ايم. اي (سنڌي) شاهه لطيف يونيورسٽي خيرپور مان ڪيائين.



انور سومرو، شاعر صحافي ۽ پبلشر سان گڏ سماج سڌارڪ به آهي. هن 'دراوڙ پبليڪيشن' چڪ قائم ڪري پنهنجي ادارت ۾ سلسليوار 'دراوڙ' رسالو جاري ڪيو، ۽ ائين سندس لاڙو صحافت طرف ٿيو. صحافت جي شروعات روزاني 'نجات' سکر جي تعلقي رپورٽر جي حيثيت ۾ ڪيائين. جنهن ڪانپوءِ روزاني 'تعمير سنڌ' ۽ روزاني 'پاڪ سنڌ' سکر جو تعلقي رپورٽر، روزاني 'سمبارا' ڪراچي، روزاني 'برسات' ڪراچي، روزاني 'سوال' حيدرآباد، روزاني 'شام' حيدرآباد جو ڪيترو وقت بيورو چيف ٿي رهيو. انور سومرو روزاني 'پاڪ سنڌ' سکر ۽ روزاني 'نجات' سکر جو سب ايڊيٽر، روزاني 'سنڌ پوسٽ' ڪراچيءَ جو سينيئر نيوز ايڊيٽر، روزاني 'خبرون' ڪراچيءَ جي اندرين صفحن جو انچارج، 'روزاني 'آس' حيدرآباد جو ڊپٽي ايڊيٽر ۽ هن وقت ڪجهه سالن کان روزاني 'واڪا' ڪراچيءَ جو ايڊيٽر آهي.

انور سومري کي ڪيترا اوارڊ ۽ سرٽيفڪيٽ ملي چڪا آهن. اڳوڻي وزيراعظم يوسف رضا گيلانيءَ کيس ڪراچي پريس ڪلب ۾ ايڊيٽرن جي مان ۾ گهرايل اجلاس دوران ميڊل ڏنو ان کان سواءِ کيس راول لٽريري اينڊ ايجوڪيشنل سوسائٽي ڪولاب جيئل خيرپورميرس پاران بهترين صحافي اوارڊ، سيوا سکر پاران سوشل ورڪر اوارڊ ڏنا ويا آهن.

انور سومرو ڪافي وقت کان وٺي تازن مسئلن تي ملڪي ۽ عالمي حوالي سان ڪالم ۽ مضمون لکندو رهي ٿو.

**سومرو، بشير احمد**: سنڌ جو نامور شاعر ۽ نثر نويس بشير احمد ولد صاحبڏنو سومرو، 10 آڪٽوبر 1942ع تي ڳوٺ ڪنيڙا، تعلقي اباوڙي، ضلعي گهوٽڪيءَ ۾ ڄائو. سندس تخلص 'تعبير' آهي. شروعاتي تعليم 1954ع ۾ گورنمينٽ پرائمري اسڪول اباوڙي مان حاصل ڪرڻ بعد مئٽرڪ 1961ع ۾ ميرپور ماٿيلي مان ڪيائين. ايم. اي (اسلامڪ ڪلچر: 1972ع)، ايم. اي (پوليٽيڪل سائنس: 1975ع) ڪيائين. ان کان سواءِ 1979ع ۾ بي. ايڊ جي ڊگري گورنمينٽ ايجوڪيشن ڪاليج سکر مان حاصل ڪيائين.

هن عملي زندگيءَ جي شروعات 04 ڊسمبر 1961ع تي پرائمري استاد طور ڪئي ۽ ترقي ڪري 2003ع ڏاري هاءِ اسڪول استاد جي حيثيت ۾ رٽائر ڪيائين.

بشير احمد سومري لکڻ جي شروعات 1961ع ۾ شاعريءَ کان ڪئي. هن وقت تائين غزل، وائي، بيت، ڪافي ۽ ٻين صنفن ۾ طبع آزمائي ڪري چڪو آهي. نثر جي حوالي سان ڪهاڻيون ۽ ڊراما لکيا اٿس. ناز ادبي سنگت، لطيف ادبي سنگت ۽ سنڌي ادبي سنگت شاخ ميرپور ماٿيلي جي ميمبر رهڻ سان گڏوگڏ اهم عهدن تي پڻ رهيو آهي. سندس مرتب ڪيل ڪتابن ۾: (1) 'ساغر مين سمندر' (شاعري)، (2) 'رسالو فقير قادر غلام' (شاعري) ۽ (3) 'فڪر عدم' (شاعري) شامل آهن، سندس ادبي خدمتن عيوض کيس حضور آرٽ اڪيڊمي اوارڊ سميت ٻيا ڪيترا اوارڊ ۽ اعزاز ملي چڪا آهن.

**سومرو، جنيد احمد**: قومپرست سياستدان جنيد احمد سومري ولد حيدر بخش سومري جو جنم 3 آگسٽ 1954ع تي شڪارپور ۾ ٿيو. جنيد سومرو، شهيد الله بخش سومري جو پوٽو هو. هن پرائمريءَ کان انٽر تائين شڪارپور ۾ تعليم ورتي. بعد ۾ دائود انجنيئرنگ ڪاليج ڪراچيءَ مان اليڪٽرانڪ انجنيئرنگ ۾ B.E ڪيائين.



جنيد سومرو شاگرديءَ واري زماني کان وٺي قومپرست سياست سان وابسته رهيو. جنيد سومرو شڪارپور مان صوبائي اسيمبلي توڙي لوڪل باڊيز جي چونڊن ۾ وقت بوقت قسمت آزمائيندو رهيو. 1985ع جي غير جماعتي چونڊن ۾ پهريون ڀيرو ايم. پي. اي چونڊيو. 1988ع جي چونڊن ۾ آزاد اميدوار طور بيٺو ۽ بعد ۾ بائيڪاٽ ڪيائين. ان بعد هن سنڌ نيشنل فرنٽ ۾ شموليت اختيار ڪئي ۽ 1990ع جي چونڊن ۾ فرنٽ جي پليٽفارم تان صوبائي اسيمبليءَ جي چونڊن ۾ بيٺو پر ڪامياب ٿي نه سگهيو. ٻيهر 1993ع وارين چونڊن ۾ به هن قسمت آزمائي، پر کيس ڪاميابي نصيب نه ٿي. 1997ع جي چونڊن ۾ قومي اسيمبليءَ جي ٽڪ تي پ پ (ش. ڀ) جي ٽڪيٽ تي چونڊ وڙهيو.

جنهن ۾ پڻ ڪامياب نه ٿي سگهيو ۽ سندس مد مقابل پ پ پ جي اميدوار آفتاب شعبان ميراڻيءَ ڪاميابي حاصل ڪئي. پ پ (ش پ) سان اختلاف ٿيڻ بعد هن پيپلز پارٽيءَ ۾ شموليت اختيار ڪئي. جنيد سومرو 2000ع ۾ لوڪل باڊيز جي چونڊن ۾ ضلعي ناظم لاءِ پڻ بيٺو، 2002ع جي چونڊن ۾ پيپلز پارٽيءَ پاران ايم. پي. اي لاءِ بيٺو پر ڪامياب نه ٿي سگهيو. اهڙيءَ طرح 2008ع جي چونڊن ۾ پڻ هن قسمت آزمائي ڪئي.

جنيد سومرو ڪجهه عرصو پ پ (ش پ) سنڌ جو صدر پڻ رهيو. هي خانداني روايت موجب غريبن، مسڪينن ۽ هيٺين جو همدرد سياستدان هو. ذات پات جي فرق کان سواءِ هر ڪنهن جو ڪم ڪندو هو.

جنيد سومري 09 آگسٽ 2009ع تي ڪراچيءَ ۾ 55 سالن جي ڄمار ۾ لاڏاڻو ڪيو. کيس هاٿيدر تي پنج پير واري آبائي قبرستان ۾ شهيد الهه بخش سومري جي پاسي ۾ مٽيءَ ماءُ حوالي ڪيو ويو.

**سومرو، چاچا قاسم:** حيدرآباد جي مشهور سياسي ۽ سماجي اڳواڻ چاچا قاسم سومري، 1943ع ڌاري ڳوٺ حاجي هاشم سومري، ضلعي حيدرآباد ۾ محمد جمن سومري جي گهر جنم ورتو. سندس وڏا ٺٽي ضلعي جي شهر دڙي جا وينل هئا.



قاسم سومرو چار درجا سنڌي ڪراچيءَ جي ڪڏا مارڪيٽ واري علائقي جي پرائمري اسڪول ۾ پڙهيو. ان اسڪول جو هي پهريون شاگرد هو، جنهن سنڌي مضمون جي چونڊ ڪئي. باقي سڀ اسڪول ۾ اردوءَ ۾ تعليم ڏني ويندي هئي. پنجون درجو حيدرآباد ۾ پڙهڻ ڪانپوءِ محمد قاسم جامعہ عربيہ اسڪول حيدرآباد ۾ داخل ٿيو پر والد جي وفات سبب کيس تعليم اڌ ۾ ڇڏڻي پيئي. ڏهن سالن جي ننڍڙيءَ عمر ۾ گهر جون ذميداريون مٿس پيون ۽ مختلف هنڌن تي مزدوريون ڪندو رهيو. 1961ع ۾ سندس شادي ٿي، شاديءَ ڪانپوءِ هن حيدرآباد شهر جي لجپت روڊ تي 'سنڌ ڊرائي ڪلينرس' نالي 'ڌوٻڪو دڪان' کوليو. 1970ع ۾ کيس لوڪل گورنمينٽ کاتي 'بلديہ حيدرآباد' ۾ سينيٽري سب انسپيڪٽر جي ملازمت ملي.

محمد قاسم سومري جو ابتدا کان تعلق قوم پرست سياست سان رهيو آهي ۽ ننڍا وڏا، سياسي توڙي غير سياسي ماڻهو، سندس شاندار سماجي ۽ سياسي ڪردار جي ڪري کيس 'چاچا قاسم سومرو' سڏيندا آهن. سڀ کان اڳ دوآبي (حيدرآباد) ۾ جيئي سنڌ محاذ جو يونٽ کليو ته ان جو پهريون ميمبر 'چاچو قاسم سومرو' ٿيو ۽ ڇهن سالن تائين سيڪريٽريءَ جون ذميواريون نڀايائين. سياسي سرگرمين سبب ٻه ڀيرا جيل ويو. چاچا قاسم، قومپرست اڳواڻ سائين جي.ايم سيد سان تمام گهڻو ويجهو رهيو ۽ سندس اعتماد وارو ماڻهو رهيو.

1988ع ۾ 'سنڌ قومي اتحاد' ٺهيو ته چاچا قاسم ان ۾ ڀرپور ڪردار ادا ڪيو. 30 سيپٽمبر 1988ع وارن لساني فسادن دوران مٿس ڪيس داخل ٿيو ۽ نوڪريءَ تان بر طرف ٿيو. پنج سال روپوشيءَ جي زندگي گذاريائين. روپوشيءَ دوران هن دودي سومري جي قلمي نالي سان لکڻ شروع ڪيو ۽ مختلف ڳوٺن ۾ وڃي ڪچهرين ۽ ليڪچر پروگرام ڪيا. 1993ع ۾ ڳجهن ادارن هٿان ڪنهن پنجن مهينن تائين گم رهيو. مٿس سخت تشدد ٿيو. جنهنڪري اٿڻ، ويهڻ ۽ ڳالهائڻ جي سگهه به وڃائي ويٺو. جيڪا آهستي آهستي بحال ٿيس. پنجن مهينن بعد کيس ڪراچيءَ جي اي. ٽي. سي ڪورٽ ۾ چالان ڪري، 18 مهينا سزا ڏئي سينٽرل جيل ڪراچيءَ موڪليو ويو. جيل ۾ هن قيدين جي مسئلن تي ڪيترا ڪالم، اخبارن ۾ ڇپرايا. 'زندان جي جهروڪي مان' عنوان سان قومي تحريڪ جو تجزيو لکيائين، جيڪو ماهوار 'ساجاهہ' ۾ ڇپيو. 1995ع ۾ جيل مان آزاد ٿيڻ بعد ٻيهر متحرڪ سياست ڪيائين. چاچا قاسم مستقل مزاج قومي ڪارڪن آهي.

1995ع ۾ سائين جي.ايم سيد جي وفات ڪانپوءِ جيئي سنڌ محاذ ۽ جيئي سنڌ تحريڪ کي گڏائڻ لاءِ عملي طور ڪوششون ورتائين 'جيئي سنڌ قومي محاذ' ٺهيو ته ان جو ميمبر ٿيو ۽ ڪيترا ڀيرا ضلعي حيدرآباد جو صدر رهيو. جڏهن 1997ع ۾ سيد جلال محمود شاهه سنڌ اسيمبليءَ جو ڊپٽي اسپيڪر ٿيو ته سندس پراڻي نوڪري بحال ٿي. هن قاسم آباد کي تعلقي جو درجو ڏيارڻ لاءِ طويل جدوجهد ڪئي ۽ 'سومرا ويلفيئر ايسوسيئيشن' جو بنياد وڌائين. نسيم نگر حيدرآباد ۾ بلڊ بئنڪ قائم ڪري، ڏورانهن علائقن مان ايندڙ بيمارن کي رت جي سهولت مهيا ڪندو رهيو. ٻر ۽ ٻين علائقن مان ايندڙ مريضن کي اسپتالن ۾ وٺي سندن علاج ڪرائڻ، کين پنهنجي گهر رهائڻ، سندن خدمت ڪرڻ، مسڪين جهان خان کوسي وانگر مختلف آفيسن ۾ وڃي ماڻهن جا ڪم ڪرائڻ، قومي ڪارڪنن جي ڪورٽن ۾ پرگهور لهڻ، سندن ضمانتون ڪرائڻ، حيدرآباد جي ملٽي نيشنل ڪمپنين ۾ مقامي ماڻهن کي روزگار ڏيارڻ ۽ قاسم آباد ۾ رهندڙ ٻهراڙيءَ جي شاگردن جي مدد ڪرڻ ۽ ٻين اهڙن سماجي ڪمن ۾ هر وقت سرگرم رهي ٿو چاچا قاسم سومرو ڪل وقتي قومي ڪارڪن آهي، هن وقت عمر رسيده هجڻ باوجود عام ڀلائيءَ جي ڪمن جو سلسلو جاري رکيو اچي. کيس لطيف سائينءَ جي شاعري گهڻي ياد اٿس. گهر ۾ هڪ بهترين لائبرري پڻ قائم ڪئي آهي.

**سومرو، حاجي فقير محمد:** حاجي فقير محمد سومرو ولد مولوي الهه بخش سومرو، پهرين مارچ 1955ع تي هنگورجا، ضلعي خيرپور ميرس ۾ ڄائو. مئٽرڪ کان وڌيڪ تعليم حاصل نه ڪري سگهيو. ان ڪري وڏن جي ڪِرت ڊڪاٽڪي ڪم ۾ پنهنجو نالو ڪڍيائين. هن عرب عمارات، دبئي، ابوظهبي ۽ سعودي عرب ۾ پڻ ڊڪاٽڪي ڪم ۾ پاڻ مڃايو. هن وقت ڪي. ايم. سي (Karachi Metropolitan Corporation)

۾ سب اوورسيئر آهي.

حاجي فقير محمد سومري کي ننڍپڻ کان وٺي لکڻ پڙهڻ سان چاهه هو. هن جو هڪ ڪتاب ’سومرن جو شجرو‘ عنوان سان 2013ع ۾ ڇپجي پڌرو ٿيو آهي. جنهن ۾ هن سڄيءَ سنڌ جي سومرن (مٽن مائٽن) بابت تفصيل شامل ڪيا آهن. هن جو والد مولوي الهه بخش پنهنجي وقت جو مشهور عالم هو. جنهن جو ڪتبخانو حاجي فقير محمد سومرو ۽ مير محمد ’مقبول‘ سومرو سنڀاليندا آهن. سندن ڪتبخاني مان هنگورجا ۽ آسپاس جا ادب دوست ڪافي لاڀ پرائيندا آهن.



**سومرو، خير محمد**: سنڌ جي مشهور الغوزي نواز، خير محمد ولد محمد چٽل سومري جو جنم 1931ع ڌاري نئين ديري پرسان ڳوٺ پنجو ديري، ضلعي لاڙڪاڻي ۾ ٿيو غربت سبب پنجن درجن تائين تعليم پرائي سگهيو. موسيقيءَ سان عشق ننڍپڻ کان ئي هئس. شروع ۾ يڪتاري ۽ چپڙيءَ تي ڳائڻ شروع ڪيائين. جنهن ۾ سندس استاد سوڀل سذايو هو. ڪجهه عرصي بعد ڳائڻ سان گڏ الغوزي وڄائڻ جو چاهه پيدا ٿيس. الغوزي جي سکيا استاد منل منگيءَ کان ورتائين ۽ هن فن ۾ چڱي مهارت حاصل ڪيائين. 1962ع ۾ ريڊيو پاڪستان حيدرآباد تان پهريون ڀيرو پنهنجي فن جو مظاهرو ڪيائين. 1988ع ۾ پي. ٽي. وي تي پنهنجي فن جو مظاهرو ڪيائين. خير محمد سومري کي ريڊيو، ٽي. وي، سرڪاري توڙي غير سرڪاري محفلن ۾ خاص دعوت تي گهرايو ويندو هو سندس فن کي مڃتا ڏيندي اڪيڊمي آف ليٽرس، اسلام آباد سندس ماهوار وظيفو مقرر ڪيو بعد ۾ خير محمد سومرو اباڻو ڳوٺ ڇڏي جندي ديري، ضلعي شڪارپور ۾ رهڻ لڳو جوانيءَ کان پيريءَ تائين گهڻو عرصو اتي گذاريائين. هر جمعي رات پنهنجي اباڻي ڳوٺ جي لطيف شاهه درگاهه تي ٿيندڙ محفل ۾ ضرور شريڪ ٿيندو هو ۽ فن جو مظاهرو ڪندو هو زندگيءَ جي آخري گهڙين ۾ ڊڪڻ شهر ضلعي شڪارپور ۾ اچي آباد ٿيو جتي زندگيءَ جا ٻه سال گذاريائين. عمر جي آخري حصي ۾ ڪيس ٽي. بيءَ جي بيماري ٿي پئي، جنهن سبب 14 آڪٽوبر 1999ع تي وفات ڪيائين. سندس آخري آرام گاهه به اتي ئي آهي.



**سومرو، رجب علي**: والي بال ۽ شوٽنگ بال جي نامياري رانديگر رجب علي سومري 1930ع ۾ دادوءَ ۾ جنم ورتو. سندس استادن جي رهنمائيءَ ۾ 1950ع کان وٺي والي بال راند جي شروعات ڪيائين. هن سڀ کان پهريان مجاهد ڪلب ۾ شموليت اختيار ڪئي، جنهن بعد ’شاهين ڪلب‘ ۽ ’قربان ڪلب‘ سان به لاڳاپيل رهيو. سندس راند والي بال کان شوٽنگ بال تائين ڪارڪردگي ساراهه جوڳي رهي آهي. رجب علي سومرو پيشي جي لحاظ کان پرائمري استاد هو. راند دوران بال کي ٽڪي توري ڏڪ هڻندو هو ۽ ڏڪ هڻڻ وقت خاص اهو جملو ورجائيندو هو ته ’اچئي ٿو‘ ۽ پوءِ هي لفظ سندس سڃاڻپ بڻجي ويا. ڪيس سامهون ڏسي دوست چوندا هئا ’اچئي ٿو‘. ملازمت کان رٽائر ٿيڻ بعد حڪمت جو پيشو اختيار ڪيائين. آخري وقت تائين سندس والي بال سان تمام گهڻي وابستگي رهي. هو سائين محمد وريل سومري ۽ استاد بخاريءَ جي جوڙ جو رانديگر هو. 1999ع ۾ وفات ڪيائين.



**سومرو، زبير**: شڪارپور جي مشهور سومرو خاندان مان پاڪستان جي اڳوڻي اسپيڪر ۽ وفاقي وزير الاهي بخش جو فرزند زبير سومرو پاڪستان بينڪس ائسوسيئيشن جو چيئرمئن ۽ سٽي بئنڪ پاڪستان جو ڪيترا سال CEO رهيو هي 1948ع ۾ ڄائو هن لنڊن اسڪول آف اڪنامڪس مان گرئجوئيشن (1970ع) ۽ لنڊن يونيورسٽيءَ مان ماسٽرس (1976ع) ڪئي. زبير سومرو، عراق، شام، اردن، سعودي عرب ۾ سٽي بئنڪ جو علائقائي سربراهه رهڻ سان گڏوگڏ برطانيا، ترڪي، ايسٽ افريقا ۾ به اهم عهدن تي رهي چڪو آهي. 1997ع ۾ هو يونائيٽيڊ بينڪ جو پاڪستان ۾ چيئرمئن بڻيو. جتي ان وقت 1800 شاخن ۾ 22000 کان وڌيڪ ملازم سندس ماتحت ڪم ڪندڙ هئا. هو پاڪستان بينڪس ايسوسيئيشن ڪانسواءِ آمريڪي بزنس ڪائونسل (2002- 2001ع) جو صدر، لاهور يونيورسٽي آف مئنيجمينٽ سائنسز (LUMS) جي بورڊ آف ٽرسٽيز جو ميمبر ۽ نيشنل مئنيجمينٽ آف ايجوڪيشن فائونڊيشن جو گورنر، ڪراچي اسٽاڪ ايڪسچينج جو چيئرمئن رهيو آهي. 2008ع ۾ سٽي بينڪ مان رٽائر ٿيڻ ڪانپوءِ هاڻ پنهنجي مالياتي صلاحڪار ۽ اداري ’حڪمه ڪنسلٽنگ‘ جو چيئرمئن ۽ CEO آهي. حڪومت سميت وڏا وڏا مالياتي ادارا ڪانئس صلاحڪار طور مالي معاملن ۾ صلاح وٺندا آهن. هو ڪيترن فلاحي ادارن سان پڻ لاڳاپيل آهي، جيڪي تعليم، صحت ۽ صاف پاڻيءَ وغيره جي ڏس ۾ سماجي ڀلائيءَ جون رٿائون عمل ۾



آٽيندا آهن. 2008ع کان هو گورنر اسٽيٽ بئنڪ آف پاڪستان طرفان جوڙيل مائيڪرو فنانسنگ فورس سان بہ لاڳاپيل آهي. پاڻ هن وقت ڪراچيءَ ۾ رهائش پذير آهي.

**سومرو سودائي**: سنڌي ٻوليءَ جي نامور مزاحيہ شاعر ۽ نثر نويس سومري سودائيءَ جو اصل نالو غلام رسول ولد محمد يوسف سومرو هو. هن 10 اپريل 1938ع تي آخوند پاڙي دادوءَ ۾ جنم ورتو. شاعريءَ ۾ سندس سڃاڻپ 'سومري سودائي' طور ٿي. هن پرائمري تعليم ڳوٺ ڀائي خان لاشاريءَ ۾ ورتي. جتان ورنيڪيولر فائنل جو امتحان 1950ع ۾ پاس ڪري، 1954ع ۾ پرائمري ماستر ٿيو. 1956ع تائين هڪ ماستري ڪئي. جنهن ڪانپوءِ



اها ملازمت ڇڏي تعلقي ميونسپل ڪميٽي دادوءَ ۾ آڪٽراءِ ڪلارڪ جي نوڪري ورتي. هي ڪجھ وقت قلندري پرنٽنگ پريس دادوءَ ۾ ڪمپازيٽر ۽ مشين مئن بہ ٿي رهيو. انهيءَ کانسواءِ روزنامہ نواءِ سنڌ ۽ روزاني مهراڻ جو نمائندو بہ ٿي رهيو. ان دور ۾ دادو ۾ 'انجمن آفتاب ادب' پنهنجي علمي، ادبي سرگرمين سبب عروج تي هئي. ٽائون هال دادوءَ ۾ ماهوار مشاعرا ٿيندا هئا. جن ۾ نامور شاعر جمع خان 'غريب'، علي حيدر حيدري، نواز علي 'ناز' جعفري، استاد بخاري، اسحاق راهي ۽ ٻين جي صحبت ۾ ڪيس ويهڻ جو موقعو مليو. خاص ڪري محمد علي دائودپوٽي، ميوي خان 'رفيق' ۽ محمد اشرف 'منصور' دائودپوٽي جي صحبت ۾ شاعري شروع ڪيائين ۽ 1954ع کان 'سومري سودائيءَ' جي نالي سان مزاحيہ شاعر طور نمودار ٿيو. سنڌ جي مزاحيہ مشاعرن ۾ پهرين صف ۾ شاعر شمار ڪيو ويندو هو. توڙي جو اُن وقت شمس الدين 'بلبل' ۽ امام الدين 'ضامن' مزاحيہ شاعريءَ جا وڏا نالا هئا، پر پوءِ بہ هن پنهنجي حيثيت ٺاهي ورتي.

سومري سودائيءَ جي مزاحيہ شاعريءَ جو پهريون مجموعو 'ڇهنڊڙيون' 1964ع ۾ احسن پبليڪيشن دادوءَ پاران بزرگ شاعر حافظ محمد احسن چنا ڇپائي پڌرو ڪيو. جنهن سماج جي ستل ضمير کي ڪافي جاڳايو. سندس شاعري صرف مزاحيہ ئي نہ، پر معاشري ۾ ٿيندڙ هرانياءَ ۽ هر ڏاڍ جي ڀرپور عڪاسي ڪندڙ آهي. سندس مزاحيہ نثر پڻ پنهنجو مٽ پاڻ هو. دادوءَ جي اخبارن: اظهار، شهباز، دادو گزيٽ ۽ قلندر ۾ مزاحيہ ڪالم لکيائين. حافظ احسن چنا ۽ نور عباسيءَ کي پنهنجو استاد سمجهندو هو. هو خود لکي ٿو تہ "محترم نور عباسيءَ کي ئي پنهنجيءَ سموري تخليق جو استاد سمجهان ٿو."

سومري سودائيءَ جي مزاحيہ شاعريءَ جو ٻيو ڪتاب 'ٺاڪوڙا' پڻ احسن پبليڪيشن دادوءَ، 1966ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو. سندس ٻنهي ڪتابن جون پنجن کان ڇهن هزارن تائين ڪاپيون مختصر عرصي ۾ وڪرو ٿي ويون. سندس مزاحيہ شاعريءَ جو ٽيون ڪتاب 'تنهنجا ڏاڍ، منهنجي ماٺ' 1974ع ۾ ڇپيو. سندس هنن ٽنهي ڪتابن جا نوان ڇاپا 2007ع ۾، روشني پبليڪيشن ڪنڊياري ٻيهر ڇپرائي پڌرا ڪيا. سندس هڪ ڪتاب جيترو مواد اڻ ڇپيل پونيرن وٽ موجود هو جنهن جو هن 'دادو آهي جادو' نالو رکيو هو پر اهو ڇپجڻ کان اڳ برسات ۾ لڙهي ويو.

سومرو سودائي مزاحيہ شاعريءَ جو هڪ نرالو ۽ منفرد نالو هو ۽ دادوءَ جي محفلن کي سندس شرڪت چار چنڊ لڳائي ڇڏيندي هئي.

1962ع ۾ طالب الموليٰ هاءِ اسڪول دادوءَ ۾ مخدوم محمد زمان طالب الموليٰ جي صدارت ۾ هڪ مشاعرو ٿيو. جنهن جي طرح هئي: 'الائي ڇا حشر ٿيندو جي رشوت بند ٿي هاڻي'.

ان وقت قاضي فضل الله، وزير آبپاشي هو ۽ رشوت جي ختم ڪرڻ جا زوردار بيان ڏيندو هو. مشاعري ۾ سومري سودائيءَ جڏهن هيٺيون بند پڙهيو تہ مير مجلس جناب طالب الموليٰ کيس تمام گهڻو داد ڏنو:

اسان جي پوٽتان قاضي هي فضل الله چو پيو آ،
ٻڌائج تون ئي سودائي، اسان ير ڏوهہ ڇا ڪيو آ،
جو صبح ۽ شام وينو اسان جي ڳالھ کي تاٽي،
الائي ڇا حشر ٿيندو، جي رشوت بند ٿي هاڻي!

سومرو سودائي، صف اول جو مزاح نگار، شاعر ۽ اديب هو. هڪ هنڌ پنهنجو تعارف هن ريت ڪرايو اٿس: "صفا سولي سنڌيءَ ۾، سُٿڻ قميص ۾ سُريلو پيو لڳان! حرڪت صرف اها اٿم، جو رستي ويندي پاڻ سان ڳالهائيندو آهيان، جڻ تہ بہ ڄڻا لڳا تا وڃون!" (حوالو: ٺاڪوڙا، 1966ع، ص: 15).

سومري سودائيءَ اسٽيج ڊرامن جي هدايتڪاري بہ ڪئي، پر ان شعبي کي غربت سبب وقت ڏئي نہ سگهيو. هو سٺو اداڪار پڻ هو. دادوءَ جي اسٽيج ڊرامن ۾ چڱو ڀلو ورتائين. عثمان ميمڻ، غلام حسين ڏيٻر ۽ منان عباسيءَ جي ڊرامن جو اسٽيج ڊائريڪٽر پڻ رهيو. هن 1970ع ۾ شادي ڪئي. جنهن مان ڪيس ٽن پٽن ۽ هڪ ڌيءَ جو اولاد ٿيو.

سومري سودائيءَ، 14 اپريل 1992ع تي وفات ڪئي.

**سومرو، شمشاد احمد**: اديب ۽ استاد. شمشاد احمد ولد فتح الدين سومرو، 6 سيپٽمبر 1963ع تي موري شهر ۾ ڄائو. هو ايم. اي (سنڌي)، ايم. اي (سياسيات)، ايم. اي (اقتصاديات) ۽ بي. ايڊ آهي. هن وقت استاد بخاري ڊگري ڪاليج دادوءَ ۾ سنڌيءَ جو اسسٽنٽ پروفيسر آهي. هن کي ننڍپڻ کان وٺي گهر ۾ علمي ۽ ادبي ماحول مليو. سندس پيءُ فتح الدين 'بيدار مورائي' مڃيل اديب رهيو آهي. جنهن جا ڪيترا ڪتاب شايع ٿيل آهن. شمشاد سومري 1982ع کان لکڻ جي شروعات ڪئي. سندس لاڙو تحقيق ڏانهن گهڻو رهيو آهي. هن 'موري جي قاضي خاندان جي علمي، ادبي، سياسي ۽ ديني خدمتن جي تحقيقي ۽ تنقيدي جائزي' بابت 'جوڳيئڙا جهان' جي نالي سان هڪ ڪتاب لکي پورو ڪيو آهي.



شمشاد سومري 1993ع کان ’ساهتيءَ جي تاريخ‘ تي تحقيقي ڪم جي ابتدا ڪئي ۽ هيٺيان ڪتاب تيار ڪري چڪو آهي:

(1) ساهتيءَ جون وستيون ۽ واهڻ، (2) ساهتيءَ جا صوفي بزرگ ۽ شاعر، (3) ساهتيءَ جا ساهتڪار، (4) ساهتيءَ جا ماڳ ۽ مڪان، (5) ڪافيءَ جو باڪمال صوفي شاعر شاهه نصير، سندس طالبي سلسلو، فن ۽ فڪر، (6) مخدوم نجيب ۽ ريلائي بزرگ، (7) موري جا مور، (8) نينهن ڪيم نروار (قاضي محمد صادق مورائيءَ جي شاعري ۽ سوانح.

شمشاد سومري جا 150 کان مٿي تحقيقي مقالا، مضمون ۽ پروفائيل ڇپيل آهن. ’ضلعو نوشهروفيروز سيمينار‘ (2007ع) ۽ ’مورو هسٽاريڪل ۽ ڪلچرل سيمينار‘ (2008ع) منعقد ڪرڻ ۾ سندس هٿ رهيو آهي. سنڌي ادبي سنگت ۽ سگا موري سان هن جي پراڻي وابستگي آهي ۽ ٻنهي تنظيمن جو عهديدار رهي چڪو آهي. ڪيس ڪيترا اوارڊ ۽ شيلڊون مليون آهن. سنڌ جي صوفي شاعر سليمان شاهه بودائيءَ جي شاعريءَ ۽ شخصيت تي سندس تحقيقي ڪتاب ’ڪيئن ريجهايان توکي!‘ مارچ 2013ع ۾، ساهتي ادبي اڪيڊمي، نوابشاهه شايع ڪيو آهي.

**سومرو، صوفي فقير عبدالله**: شاعر ۽ بزرگ فقير عبدالله ولد خير محمد صوفي ذات جو سومرو هو. سندس تعلق درگاهه جهوڪ شريف جي خليفي ۽ مشهور شاعر، صوفي محمد صادق سومري جي خاندان سان هو. هن 1900ع ڌاري ڳوٺ صوفي فقير ضلعي عمرڪوٽ ۾ جنم ورتو. پاڻ خانداني زميندار هو. ابتدائي تعليم حاصل ڪرڻ کانپوءِ زمينداري سنڀالڻ لڳو. ننڍپڻ کان ئي عبادت گذار هوندو هو. پر ڪيس راڳ ٻڌڻ ۽ ڳائڻ جو گهڻو شوق هو. صوفي راڳين جي صحبت ۾ رهي ڳائڻ به سکيو. غريب ماڻهن سان ڪيس گهڻي همدردي هوندي هئي.فصل لٿي پنهنجي حصي جو اَڌ اڪثر مسڪينن ۾ ورهائي ڇڏيندو هو. جنهنڪري ڪيس ’سخي سائين‘ ۽ عبدالله غازي جي نالن سان به سڏيو ويندو هو. جوانيءَ ۾ ڪيس مجازي عشق جي چوٽ لڳي، جنهن بعد مجذوبيت ڪي رسيو. انهيءَ حالت ۾ وارث ڪيس جهوڪ شريف ۾ نصير فقير جلالاڻيءَ وٽ وٺي ويا، جنهن جي صحبت اختيار ڪري صوفين جي واٽ ورتائين. شاعريءَ سان لاڳاپو ننڍپڻ کان ئي هئس، درگاهه جهوڪ جو در جهلڻ کانپوءِ باقاعدي شاعري ڪيائين. سندس شاعري ۾ جماليات ۽ تصوف جي اپٽار نمايان آهي.

فقير عبدالله 1945ع ڌاري ذڪر ڪندي وفات ڪئي. سندس مزار ڳوٺ صوفي فقير ۾ درگاهه صوفي صادق واري قبرستان ۾ آهي.

**سومرو، عبدالجبار ’عبد‘**: ناميارو قلمڪار عبدالجبار عبد ولد فقير مولوي جان محمد سومرو (جاڻ فقير)، 20 ڊسمبر 1960ع تي شڪارپور جي ڳوٺ مريد سيتار ۾ ڄائو. پرائمري پنج درجا ڳوٺ جي اسڪول ۾ پڙهيائين، ناظره قرآن مجيد جي تعليم پنهنجي ناني فقير محمد اسلم سومري ۽ مولوي ارباب علي چنا کان حاصل ڪيائين. جڏهن سندس والد شڪارپور لڏي آيو ته فارسي تعليم شڪارپور ۾ ورتائين. سندس تعليمي لياقت ايم. اي سنڌي ۽ ايم. ايڊ آهي. عبدالجبار عبد پيشي جي لحاظ کان استاد آهي ۽ گورنمينٽ هاير



سيڪنڊري اسڪول سلطان ڪوٽ ۾ سنڌي مضمون جي سبجيڪٽ اسپيشلسٽ طور پنهنجون خدمتون سرانجام ڏئي رهيو آهي.

عبدالجبار ’عبد‘ 1979ع کان لکڻ جي شروعات ڪئي. هن وقت تائين سندس ننڍا وڏا 55 ڪتاب شايع ٿي چڪا آهن، جن ۾: (1) حضرت خواجه غلام فريد، (2) ظلم جي زنجير (ڪهاڻيون)، (3) سرزمين سمرقند ۽ بخارا، (4) حيران هزارين، (5) حضرت بابا بلهي شاهه، (6) تصوف جي تاريخ (ترجمو)، (7) اسلام ۾ حلال ۽ حرام، (8) چل پل جو چٽڪو (مير شاهه پسند خان چانڊيي جو ڪلام) ۽ (9) سنڌي اديبن جي ڊائريڪٽري وغيره قابل ذڪر آهن. عبدلجبار عبد کي قلمي پورهيي جي اعتراف ۾ ڪيترائي انعام ۽ اعزاز مليل چڪا آهن، جن ۾ 1994ع ۾ سنڌي لئنگئيج اٿارٽي حيدرآباد پاران ٻاراڻي ادب تي ٻيو نمبر انعام، ساڳئي ئي سال سنڌ ڪلچرل ايسوسيئيشن پاران بيسٽ رائيٽر آف 1994ع شڪارپور اوارڊ، 1999ع ۽ 2000ع ۾ به پيرا ’عباسي ڪلهوڙا تنظيم سنڌ‘ پاران تنوير عباسي اوارڊ ۽ 2004ع ۾ سنڌ چلڊرين اڪيڊمي خيرپور پاران سنڌي ٻاراڻي ادب جي واڌاري لاءِ ڪيل خدمتن جي مڃتا طور اوارڊ وغيره شامل آهن.

عبدالجبار عبد نثر سان گڏ شاعري به ڪئي آهي، جيڪا اخبارن ۽ رسالن ۾ ڇپجي چڪي آهي. هي اٿارٽيءَ جي انسائيڪلوپيڊيا سنڌيانا جي ضلعي وار ٽيم جو ڪارڪن پڻ آهي.

**سومرو، عبدالحڪيم، مولانا**: مولانا عبدالحڪيم سومرو ولد نور محمد سومرو 1895ع ڌاري ڳوٺ چوڌهيي سڏايي، تعلقي شڪارپور ۾ پيدا ٿيو. هن ديوبند جي مشهور عالمن مولانا رشيد احمد گنگوهيءَ، مولانا انور شاهه ڪشميري ۽ مولانا محمود الحسن ’اسير مالٽا‘ کان تعليم حاصل ڪئي. مولانا عبدالحڪيم هڪ سٺو حڪيم پڻ هو. هن جميعت علماءِ اسلام جي پليٽ فارم تان آزاديءَ جي تحريڪ ۾ حصو ورتو. حيدرآباد قلعي گرائونڊ ۾ هندستاني عالم ۽ ديوبند مدرسي جي مهتمم قاري محمد طيب جي صدارت ۾ ٿيل جلسي ۾ مولانا عبدالحڪيم هڪ يادگار تقرير ڪئي، جيڪا مشهور ٿي. هن سنڌ ۾ ’خلافت تحريڪ‘ جي اڳواڻ مولانا تاج محمود امروٽيءَ سان گڏجي خلافت تحريڪ ۾ حصو ورتو. مولانا عبدالحڪيم سومرو جڏهن دارالعلوم ديوبند کان فارغ التحصيل ٿي آيو ته رياست قلات ۾ ڪيس ’قاضي‘ جي منصب تي فائز ڪيو ويو هو. جتي ڪجهه سال قاضيءَ جو ذميواريون سرانجام ڏنائين. بعد ۾ ديني مدرسي ۾ درس تدريس جو ڪم شروع ڪيائين، جتان سوين شاگردن ڪانئس

فيض حاصل ڪيو ۽ وقت جا مشهور عالم بڻيا.

مولانا عبدالحڪيم 72 سالن جي عمر ۾ 1962ع ۾ وفات ڪئي.

**سومرو، عبدالرزاق شهيد**: جديد سنڌ جو قومي سورمو، شهيد عبدالرزاق سومرو، موري جي هڪ غريب ۽ فرض شناس رٽائرڊ اُستاد محمد سليمان سومري جو اڪيلو فرزند هو. عبدالرزاق سومري، 23 جولاءِ 1947ع تي موري شهر ۾ جنم ورتو. ابتدائي تعليم، مئٽرڪ ۽ انٽر سائنس موري مان حاصل ڪرڻ بعد پوليٽيڪنڪ انسٽيٽيوٽ خيرپور مان اليڪٽرڪ انجنيئرنگ ۾ ڊپلوما امتيازي حيثيت ۾ پاس ڪرڻ تي کيس ساڳئي انسٽيٽيوٽ ۾ جونيئر انسٽرڪٽر مقرر ڪيو ويو. جتان پوءِ اڳتي پڙهائي جاري رکڻ لاءِ حيدرآباد پوليٽيڪنڪ انسٽيٽيوٽ ۾ ساڳي پوسٽ تي بدلي ڪرائي آيو.



عبدالرزاق سومري جي ننڍي هوندي کان طبيعت سادي ۽ سماجي ۽ قومي ڪمن ڏانهن مائل هئي. موري جي سوشل ويلفيئر ائسوسيئيشن جي فائونڊر ميمبرن مان هو. 1967ع کان موري ۾ جيڪي به شاگرد تحريڪون شروع ٿيون، تن ۾ هو قومپرست تحريڪ جو زبردست حامي هو. سندس سنڌ ۽ سنڌي ٻوليءَ سان عشق جنون جي حد تائين پهتل هو. جڏهن 30-31 جنوري 1971ع واري رات حيدرآباد ۾ ڪن سنڌ دشمنن سنڌالاجيءَ کي باهه ڏئي ساڙيو هو ته ان خلاف موري جي شاگردن هڪ وڏو جلوس ڪڍيو هو، جنهن ۾ به عبدالرزاق سومرو اڳيان اڳيان هو. جڏهن آڪٽوبر 1971ع ۾ سيد غلام مصطفيٰ شاهه، سنڌالاجيءَ جي مالي مدد لاءِ اپيل ڪئي هئي ته راشد مورائي، مٺل ڪمالاڻي، سڪندر زمان ميمڻ، هارون سومري، علي گل ڪلهوڙي، عبدالرزاق سومري ۽ ٻين گڏجي چندو گڏ ڪندو هو ۽ گڏيل رقم بئنڪ ڊرافٽ جي صورت ۾ سيد غلام مصطفيٰ شاهه کي پهچائي وئي هئي. 28 جون 1972ع تي عبدالرزاق سومري جي رهڻ تي ئي موري جي شاگردن 'جيئي سنڌ اسٽوڊنٽس فيڊريشن' جو قيام عمل ۾ آندو هو.

عبدالرزاق سومري پوليٽيڪنيڪ ڪاليج حيدرآباد ۾ ملازمت دوران ڪيترن سنڌي شاگردن کي داخلائون ونرائي ڏنيون، غريب شاگردن کي ڪتاب مهيا ڪري ايڪسٽرا ڪلاس وٺي پڙهائڻ جي ڪوشش ڪئي. هو دوستن ۽ شاگردن کي عملي ۽ آدرشي انسان بڻجڻ جي هدايت ڪندو هو. سندس پوشاڪ ۾ اڪثر لباس ڪاڏيءَ جو هوندو هو. مٿي تي سنڌي ٽوپي، ڪلهن ۾ اجرڪ ويڙهيل، نهايت پروقار شخصيت رکندڙ نوجوان استاد بڻجي، پنهنجي ڊيوٽي نهايت ديانتداريءَ ۽ سچائيءَ سان ادا ڪندو هو.

7 جولاءِ 1972ع تي سنڌ اسيمبليءَ جي اجلاس ۾ سنڌي زبان کي سنڌ جي صوبائي زبان قرار ڏيڻ جو بل پاس ڪيو ويو. ان فيصلي جي حمايت ۾ هن پوليٽيڪنڪ انسٽيٽيوٽ ۾ خوشيءَ جو اظهار ڪيو. جيڪا ڳالهه سنڌي ٻولي ۽ سنڌ سان بغض رکندڙ ڪجهه متعصب شاگردن کي پسند نه آئي. جڏهن ان بل پاس ٿيڻ خلاف اردو اخبارن واويلا مچائي هئي، تڏهن باهه تي تيل جو ڪم رئيس امروهويءَ جي قطعي 'اردو ڪا جنازه هي، ذرا ڌوم سي نڪلي' ڏنو هو ۽ سنڌ ۾ ٻوليءَ وارا فساد شروع ٿي ويا هئا. ٽنڊي جام ۾ سنڌي شاگرد شهيد ڪيا. سائين جي. ايم. سيد سنڌ جي گشت تي نڪتو ته 2 آگسٽ 1972ع تي مسلم ڪاليج حيدرآباد ۾ مٿس بم سان حملو ڪيو ويو، جنهن ۾ دوست محمد پراچا شهيد، نامور مصور گل محمد کتري ۽ قومي ڪارڪن عمر شورو ۽ ٻيا شديد زخمي ٿيا هئا. ٻوليءَ جي هنگامن دوران توڙي اڳ ۾ پوليٽيڪنڪ ڪاليج حيدرآباد جي غير سنڌي انتظاميه اڪثر عبدالرزاق سومري جي خلاف هوندي هئي، ڇو ته هي اتي واحد سنڌي استاد هو. جيڪو سنڌي شاگردن جي دفاع لاءِ سرگرم عمل رهندو هو. هن کي ڪيترا ڀيرا ڌمڪيون به مليون، پر هي بيدپو انسان پنهنجي پرچار ۽ عمل کان باز نه آيو. 7 آگسٽ 1972ع جو ننڍڙو صبح، هن سنڌ جي سپوت جي شهادت جو سنيهو کڻي آيو. پوليٽيڪنڪ ڪاليج جي متعصب ۽ سنڌ دشمن شاگردن، انور ڪمال راجپوت جي اڳواڻيءَ ۾ هن قومپرست سنڌي استاد تي اوچتو حملو ڪري، چاقن جا وار ڪري کيس شهيد ڪري ڇڏيو. سندس شهادت واري واقعي سڄيءَ سنڌ سان گڏ موري ۾ باهه ٻاري ڇڏي. جڏهن ايمبولنس ۾ شهيد عبدالرزاق جو لاش رات جو 11 وڳي موري پهتو ته هزارين شهرين ۽ شاگردن جو ماتمي جلوس اوچنگارون ڏيندو سندس گهر پهتو. حالتون ان حد تائين خراب ٿي ويون، جو صبح جو شهيد عبدالرزاق کي دفن ڪرڻ لاءِ ماڻهن جي گڏ ٿيڻ کان اڳ ئي سڄو شهر فوج جي حوالي ڪيو ويو. شهر ۾ عام هڙتال رهي، جنازي نماز ۾ هزارين ماڻهن شرڪت ڪئي. کيس موري شهر جي هڪ بزرگ ۽ ولي 'خوشحال پير' جي ايوان ۾ دفن ڪيو ويو. هن جي شهادت تي سڄيءَ سنڌ ۾ احتجاجي ۽ تعزيتي گڏجاڻيون ٿيون. اخبارن وڏين سرخين سان قاتلن جي مذمت ڪئي. موري جي تاريخ جو هي هڪ منفرد حادثو هو. جنهن سڄيءَ سنڌ کي جنجهوڙي ڇڏيو هو. 8 آگسٽ تي سائين جي. ايم. سيد کي اڌ سنڌ جي دوري تان موٽندي، پنهنجي گهر سن ۾ نظربند ڪيو ويو. شهيد دودي سومري ۽ شهيد الهه بخش سومري جي شهادتن ڪانپوءِ عبدالرزاق سومري جي شهادت تي اديبن مضمون ۽ ڪهاڻيون ۽ شاعرن شعر لکيا، جن جا ڪجهه مثال هيٺ ڏجن ٿا:

امداد حسيني: 'سومرا'، ميندرا او شهيدِ وطن،
سنڌ جي سينڌ کي تو سنواري ڇڏيو.

خاڪي جويو: پينر منهنجو پاءَ، رڳيو ريٽي رت ۾!

راشد مورائي: سرڙو ڏئي هو سنڌ تان صدقي ٿيو مگر
'عبدالرزاق' جي ڪڏهن ٿي هئي زبان چپ؟

سومرو، عبدالغفار، ڊاڪٽر

منل ڪمالائي: وڄهي جهانءِ جهروڪ ۾، جهوناڳڙهه جهوري،
مان لڏو موري، موتي ڏئي مهراڻ جوا

تاج جويو: وڻ ٽڻ ورتو واس، راوت تنهنجي رتّ جوا
پوميءِ پاڪر ڪوليو، ڇانوَ ٻٽيو آڪاس.

عظيم سنڌي: ڪير تو ميٽي سگهي، ’رزاق‘ پنهنجي خون سان،
سنڌ جي نقشي تي جيڪي چٽ چٽي ويندو رهيو؟

سنڌ جي تاريخ جي ڪيڏي نه بدنصيبي آهي، جو شهيد عبدالرزاق جي قتل ۾ صلاحڪاريءَ جو ڪردار ادا ڪندڙ پوليٽيڪنڪ ڪاليج جي پرنسپال کي ڏيکاءَ طور معطل ڪري بعد ۾ سوئيڊش پوليٽيڪنڪ انسٽيٽيوٽ ۾ ڊائريڪٽر ڪري موڪليو ويو. ڪجهه ڏينهن قيد رکڻ کان پوءِ قاتل انور ڪمال کي ’شاگرد رهنما‘ ڄاڻائي آزاد ڪيو ويو. شهيد عبدالرزاق جي خون جو سرڪاري طور ڪو به انصاف نه ٿيو. پر موري جي شهرين، شهيد عبدالرزاق يادگار ڪميٽي‘ جوڙي، پنهنجي مدد پاڻ هيٺ شهيد جو مقبرو اڏايو. جنهن ڪم جي تڪميل شهيد جي والد بزرگوار محمد سليمان سومري جي نظرداريءَ هيٺ ٿي. ان بعد هر سال 7 آگسٽ تي شهيد جي مزار تي ورسي ملهائي ويندي هئي. هاڻي ته مقبري واري سرڪاري ميدان تي اسڪول ٺاهيو ويو آهي ۽ شهيد جي مزار تي ٿيندڙ ورسيون به بند ٿي ويون آهن.

**سومرو عبدالغفار، ڊاڪٽر**: نامور اديب، ليکڪ ۽ بيوروڪريٽ، ڊاڪٽر عبدالغفار ولد محمد پريل سومرو پهرين سيپٽمبر 1951ع تي ڳوٺ خيرپور جوسي، تعلقي قنبر ۾ پيدا ٿيو. ابتدائي تعليم پرائمري اسڪول خيرپور جوسي مان. مئٽرڪ گورنمينٽ پائلٽ هاير سيڪنڊري اسڪول لاڙڪاڻي مان، انٽر گورنمينٽ ڊگري ڪاليج لاڙڪاڻي مان. بي ايس سي گورنمينٽ ڊگري ڪاليج سکر مان ۽ ايم. ايس. سي رياضيءَ ۾ سنڌ يونيورسٽي ڄامشوري مان 1973ع ۾ حاصل ڪيائين. 1974ع ۾ سنڌ يونيورسٽي ڄامشوري ۾ رياضيءَ جو ليڪچرار مقرر ٿيو جتي 1977ع تائين پنهنجا فرض سرانجام ڏنائين. ان وچ ۾ 1975ع ۾، ڪراچي يونيورسٽيءَ ۾ ايڪسٽرنل اميدوار طور فلسفي ۾ ايم. اي به ڪيائين ۽ 1976ع ۾ فيڊرل پبلڪ سروس ڪميشن طرفان منعقد ڪيل مقابلي جو امتحان پاس ڪري 21 مارچ 1977ع تي سول سروس DMG گروپ ۾ شامل ٿيو. 1979ع ۾ يونيورسٽي آف انگلنڊ مان ترقياتي اڀياس ۾ ڊپلوما ڪيائين.



عبدالغفار سومري ادبي سفر جي شروعات لاڙڪاڻي شهر جي ادبي محفلن ۾ مقالن پڙهڻ سان ڪئي. جتي سنڌس واسطو نامور اديبن ۽ شاعرن سان ٿيو. سير سفر جي شوق ۾ پاڪستان جا تقريباً سڀ علائقا خاص طور تاريخي ماڳ مڪان ۽ شاهه لطيف تي ريسرچ ڪندي سنڌ ۽ بلوچستان اندر هنگلاج ۽ ڪيچ مڪران، ڪاڇي ۽ ڪوهستان جي ماڳن، مڪانن جو مشاهدو ڪري تحقيقي مضمون روزاني ’عبرت‘، ’هلال پاڪستان‘، ’ڊان‘، ’نئين زندگي‘، ’مهراڻ‘ وغيره ۾ لکيائين.

هيءَ سنڌ اندر ڪيترن عهدن تي رهڻ کان سواءِ نوابشاهه ۽ بدين ضلعن جو 1986ع ۾ ڊپٽي ڪمشنر 1993ع ۾ ميرپورخاص ڊويزن جو ۽ 1994ع کان 1996ع تائين حيدرآباد جو ڪمشنر ٿي رهيو. هن انهن عهدن تي رهڻ دوران ڪيترا تاريخي ڪم ڪيا.

نوابشاهه ۾ ڊپٽي ڪمشنر جي حيثيت ۾ نامور محقق ۽ تاريخدان ڊاڪٽر حامد علي خانائي قريشيءَ جي تاريخي ۽ تحقيقي مقالن کي گڏ ڪرائي شايع ڪرايائين. اهڙيءَ طرح بدين ۾ ڊپٽي ڪمشنر جي عهدي دوران لاڙ ميوزم ۾ مولوي احمد ملاح لائبريءَ جي پيڙهه جو پٿر رکيائين.

1988ع ۾ نامياري عالم ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ جي نگرانيءَ ۾ Shah Abdul Latif and his Sufistic Thought جي موضوع تي فلسفي ۾ سنڌ يونيورسٽي ڄامشوري مان ڊاڪٽريٽ جي ڊگري ورتائين. 1990ع دوران جڏهن ڪالونائيزيشن آفيسر سکر بئراج مقرر ٿيو ته 1928ع کان 1989ع تائين نيڪال ٿيل زمينن جو تفصيلي وچور (Statistics) تيار ڪري The Sukkur Barrage Lands-Fizures Speak جي نالي سان شايع ڪرايائين.

سنڌ روينيو بورڊ جي سيڪريٽريءَ جي حيثيت ۾ سنڌي ادبي بورڊ جي حوالي ٿيل پنهنجن ضلعن جي گزيٽيئرن مان ٽن تي نظرثاني ڪري شايع ڪرايائين. انهيءَ عرصي دوران سنڌ روينيو ڪميشن جي رپورٽ ۽ سنڌ روينيو اڪائونٽس مينيوئل کي اپڊيٽ ڪري پڌرو ڪرايائين. 1993ع ۾ سنڌ روينيو ايڪٽ ’Sindh Land Revenue Act 1967‘ جي سنڌي ترجمي تي نظرثاني ۽ درستيون ڪيائين. جيڪو ڪتاب سنڌي لئنگئيج اٿارٽيءَ شايع ڪرايو. حيدرآباد ۾ ڪمشنر جي عهدي تي فائز رهندي ڀٽ شاهه ڪلچرل ڪاميٽيءَ جي چيئرمين جي حيثيت ۾ شاهه لطيف جي رسالي تي ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ طرفان ٿيندڙ تحقيق کي ٽن جلدن ۾ تيار ڪرائي شايع ڪرايائين. ڪيس سرڪاري نوڪريءَ دوران جن ملڪن گهمڻ جو موقعو مليو انهن ۾ سعودي عرب، برطانيا، انڊونيشيا، سنگاپور، چين، هانگ ڪانگ، فرانس، جرمني، اسپين، اٽلي، ترڪي وغيره شامل آهن. هن ڪيترن ئي انگريزي ڪتابن جو ترجمو پڻ ڪيو آهي. 1970ع ۾ جيمس جينس جي ڪتاب ’The Mysterious Uniforms‘ جو سنڌي ترجمو ڪيائين، جيڪو ’پراسرار ڪائنات‘ جي نالي سان سنڌ سائنس سوسائٽيءَ شايع ڪيو. 1978ع ۾ علامه اقبال جي مشهور ڪتاب ’Reconstruction Of Religious Thought‘ جو سنڌيءَ ۾ ترجمو ڪيائين. جيڪو ’اسلامي فڪر جي جديد تشڪيل‘ جي نالي سان 1982ع ۾ اقبال اڪيڊمي لاهور

طرفان شايع ٿيو. 1982ع ۾ 'فلڪيات' (Astronomy) جي موضوع تي سنڌيءَ ۾ پهريون ڪتاب لکيائين، جيڪو سنڌ سائنس بورڊ طرفان شايع ٿيو. 1995ع ۾ علامہ آءِ آءِ قاضيءَ جي تحريرن ۽ تقريرن جي مجموعي 'Casual Peeps at Sophia' جو سنڌيءَ ۾ ترجمو ڪيائين. جيڪو سنڌي ادبي بورڊ شايع ڪرايو. ان ڪان سواءِ شهيد عبدالرحيم گرهوڙيءَ جي شرح ابيات ڪي سنڌي ترجمي ۽ توضيح سان سينگاري ڇپرايائين. ان ڪان سواءِ سندس شاهہ عبدالڪريم بلڙيءَ واري جي ملفوظات 'بيان العارفين' جي مڪمل سنڌي تشريح، تحقيق ۽ سنڌي ترجمو پڻ ڇپجي چڪو آهي.

هو سنڌي ادبي بورڊ جي بورڊ آف گورنرس جو ميمبر ۽ اين. اي بلوچ انسٽيٽيوٽ آف ريسرچ اينڊ هيريٽيج جي بورڊ آف گورنرس جو ميمبر رهيو آهي. هن اداري لاءِ ڊاڪٽر صاحب ڄام شوري ۾ سنڌ سرڪار ڪان پلاٽ منظور ڪرائي، ان جي اڏاوت جو ڪم پڻ شروع ڪيو آهي. ان ڪانسواءِ ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ جي مزار ۽ ان جي مٿان چوڪنڊي مقبرو ٺهرائڻ ۾ پڻ سندس ڪردار وسارڻ جوڳو نہ آهي.

**سومرو، عبدالغفور:** ناميارو راڳي عبدالغفور سومري جو جنم 22 فيبروري 1964ع تي ضلعي شڪارپور ۾ ٿيو. سندس نصابي تعليم انٽر تائين آهي. هن صوفياڻي راڳ سان پنهنجي فني سفر جي شروعات ڪئي، هن صوفي راڳ جي بنيادي سکيا ڪمال فقير ڪان ورتي، جنهن ڪانپوءِ کيس ڪلاسيڪل راڳ سکڻ جو شوق ٿيو. هن ڪوشش ڪئي تہ هو استاد گلزار علي خان جو شاگرد ٿئي، پر استاد گلزار علي خان جي مصروفيتن سبب هن کي ترت ڪاميابي نہ ٿي، ان ڪري عبدالغفور سومرو جيڪب آباد وڃي استاد ارباب علي خان ڪوسي جو شاگرد ٿيو جتي هو ڪلاسيڪل راڳ جا ابتدائي سبق سکي ئي رهيو هو تہ هڪ ڏينهن استاد گلزار علي خان جو کيس خط مليو، تہ هو وٽس اچي سکي سگهي ٿو ۽ هو بنا ڪنهن دير جي اچي استاد گلزار علي خان جي خدمت ۾ حاضر ٿيو ۽ ڪانئس موسيقيءَ جي تربيت حاصل ڪندو رهيو.



عبدالغفور سومري عوامي محفلن ۾ ڳائڻ سان پنهنجي فني سفر جي شروعات ڪئي، ابتدا ۾ پنهنجي همعصر ۽ هم مڪتب سنڌ جي عوامي فنڪار غلام شبير سمي سان گڏ ڳائيندو هو عبدالغفور سومري 1982ع ۾ ريڊيو پاڪستان خيرپور تي آڊيشن ڏني، جتي پروڊيوسر الله بخش شاهہ بخاريءَ کيس ڪامياب قرار ڏنو جنهن بعد ريڊيو پاڪستان خيرپور تي سندس آواز ۾ سڀ ڪان پهرين سچل سرمست جي سرائيڪي ڪافي 'محبوبان ني ميندي لائي اي' ريڪارڊ ۽ نشر ٿي.

عبدالغفور سومري 'آل سنڌ سنگيتڪار ايسوسيئيشن' نالي هڪ فلاحي تنظيم جو بہ بنياد وڌو آهي، جيڪا تنظيم سنڌي فنڪارن جي فلاح ۽ بهبودي لاءِ جاکوڙيندي رهندي آهي.

عبدالغفور سومرو هن وقت خيرپور ۾ شاهہ عبداللطيف يونيورسٽيءَ جي ماڊل اسڪول ۾ ميوزڪ ٽيچر طور ذميواريون نڀائي رهيو آهي، جڏهن تہ هڪ خانگي ٽي. وي چينل تي موسيقار طور بہ پنهنجون خدمتون سرانجام ڏئي رهيو آهي.

22 سيپٽمبر 1992ع تي استاد گلزار علي خان جي وفات ڪانپوءِ استاد جي سمورن شاگردن استاديءَ جي پڳ عبدالغفور سومري کي ٻڌرائي.

**سومرو، عبدالله 'عاصم':** عبدالله عاصم ولد صدرالدين سومرو پهرين جولاءِ 1970ع تي ڳوٺ مرزاپور تعلقي ڳڙهي ياسين ضلعي شڪارپور ۾ ڄائو. سندس تعليمي قابليت ايم. اي انگلش ۽ ايم. ايڊ آهي. پيشي جي لحاظ ڪان استاد آهي ۽ هن وقت گورنمينٽ هاير سيڪنڊري اسڪول لکي غلام شاهہ ۾ انگريزي اسڪول ۾ سبجيڪٽ اسپيشلسٽ طور خدمتون سرانجام ڏئي رهيو آهي.



عبدالله عاصم 1988ع ڪان باقاعدي لکڻ جي شروعات ڪئي. سندس پهرين تحرير ٻارن جي مشهور رسالي 'گل ڦل' ۾ شايع ٿي. هن وقت تائين عبدالله عاصم جا ٻارن لاءِ ڪهاڻين ۽ لطيفن جا ٽي ڪتاب: (1) 'چرچن جي چنڊي'، (2) 'ٺهڪن جي دنيا'، (3) 'پهريون قاتل' شايع ٿي چڪا آهن. هي ڪتاب 'مولوي محمد عظيم ڪتب خاني شڪارپور' شايع ڪيا آهن. عبدالله عاصم سومري، نامور شاعر نثار بزمي مرحوم جي صحبت ۾ رهي نثر ۽ نظم ۾ طبع آزمائي پڻ ڪئي. سندس تحريرون مختلف رسالن ۽ اخبارن: گل ڦل، سنگتي، هزار داستان، گلڙا، روشن دنيا، نئين سوچ، نئين زندگي ۽ روزاني ڪاوش وغيره ۾ شايع ٿي چڪيون آهن.

**سومرو، علي اڪبر:** سنڌ جو نامور مصور علي اڪبر ولد محمد موسيٰ سومرو، 17 جنوري 1935ع تي سکر شهر ۾ ڄائو، جڏهن تہ سندس اباڻو ڳوٺ باگڙجي، ضلعو شڪارپور هو هن سنڌي ورنيڪيولر فائنل جو امتحان 1950ع ۾ پرائمري اسڪول باگڙجيءَ ۾ ڏنو علي اڪبر سومري بي. اي سنڌ يونيورسٽيءَ مان ڪئي، ان ڪان سواءِ اليمينٽري ۽ انٽر ڊرائنگ گريڊ امتحان، آرٽ ٽيچر امتحان ۽ آرٽ ماسٽرس جا امتحان پڻ پاس ڪيا. هن 1977ع ۾ سينگاپور مان ٽيڪسٽ بوڪ



ڊزائيننگ، ڪلر سيپريشن ۽ پرنٽنگ جي سکيا ورتي. هن وزارت تعليم طرفان منعقد ٿيل ڪيترن ئي ورڪشاپن ۾ ورلڊ بئنڪ جي سهڪار سان حصو ورتو، جن ۾ هن لي آئوٽ ٽيڪسٽ بوڪ ڊزائيننگ، السٽريشن، ٽائيٽل ڊزائيننگ، فلم ڪلر سيپريشن ۽ پرنٽنگ وغيره جا ڪم سکيا.

علي اڪبر سومرو، ننڍيءَ عمر ۾ جڏهن ٽيون ڪلاس پڙهندو هو ته هن گلاس پينٽنگ جو ڪم شروع ڪيو ۽ ان جي آمدنيءَ مان گورنمينٽ هاءِ اسڪول سکر ۾ مئٽرڪ تائين تعليم جاري رکي.

علي اڪبر سومري، 1954ع ۾ پي. ڊبليو ڊي گڊو بئراج سکر ۾ ٽريسر (Tracer) طور ملازمت جي شروعات ڪئي. 1955ع ۾ مئٽرڪ ڏنائين ۽ تعليم کاتي ۾ آرٽ ٽيچر طور پرتي ٿيو. هن مختلف هاءِ اسڪولن، ٽريننگ ڪاليج فار مين حيدرآباد ۾ ۽ ٻين هنڌن تي 1954ع تائين ڪم ڪيو. هن هاشمي ڪين ڪمپني لميٽڊ (Hashmi Cane Company Ltd) ۾ آرٽسٽ طور به ڪم ڪيو. گورنمينٽ هاءِ اسڪول سکر ۾ آرٽ ٽيچر، يونائيٽڊ پيڪيجز لميٽڊ سکر ۾ آرٽسٽ ۽ پرنٽنگ سپروائيزر ٿيو. جتان پرنٽنگ پريس ورڪرس يونين جي صدر جي حيثيت ۾ کيس نوڪريءَ مان خارج ڪيو ويو. ترت علي اڪبر سومري سکر ۾ اڪبر ايڊورٽائيزنگ ڪمپنيءَ نالي هڪ ذاتي ادارو قائم ڪيو. هن ماڊل اسڪول سنڌ يونيورسٽي حيدرآباد ۾ به آرٽسٽ ٽيچر طور ملازمت ڪئي.

علي اڪبر سومري ٽيڪسٽ بڪ بورڊ ڄام شوري ۾ 14 جنوري 1972ع کان آرٽسٽ طور ملازمت جي ابتدا ڪئي، جتي هو 23 سالن تائين آرٽسٽ ۽ انچارج پراڊڪشن جي عهدي تي ڪم ڪندو رهيو. جڏهن سنڌ ٽيڪسٽ بوڪ بورڊ پريس قائم ٿي ته پراڊڪشن انچارج ٿيو ۽ ڏهن سالن تائين اُتي آرٽسٽ/ انچارج گارڊن رهيو. ٽيڪسٽ بوڪ بورڊ ۾ ٽي ڏن سالن تائين پبليڪيشن آفيسر سبجيڪٽ اسپيشلسٽ آرٽس/ انچارج گارڊن/ انچارج بورڊ پبليڪيشن رهيو. ان کانسواءِ 1987ع تائين انچارج ڊيسڪ ٽاپ پبليڪيشن، پراڊڪشن مئنيجر/ جنرل مئنيجر- ٽيڪسٽ بوڪ بورڊ پريس جي عهدي تي رهيو.

هن 16 جنوري 1995ع تي سبجيڪٽ اسپيشلسٽ طور ٽيڪسٽ بوڪ بورڊ مان رٽائرمينٽ ورتي. رٽائرمينٽ کانپوءِ هن پنهنجي گهر لڳ سٽيزن هائوسنگ سوسائٽي، حيدرآباد ۾ ذاتي آرٽ گئلري قائم ڪري هزارين ناياب تصويرون ٺاهيون. هن پنهنجي پينشن جي پئسن مان هڪ خوبصورت ڊبل ڪرائون، چئن رنگن ۾ پڪي جلد سان ڪتاب تيار ڪري ڇپايو جنهن جو نالو Illustrated works of Shah Abdul Latif Bhittai رکيائين. هن باتصوير ڪتاب ۾ هن شاهه جي سُرن تي مشتمل رنگين تصويرون ۽ شاهه جي بيتن جو سنڌي ۽ انگريزي ترجمو شايع ڪيو آهي. هن ڪتاب جو پهريون ڇاپو جون 1996ع ۾ ڇپيو. انگريزي ترجمي جي نظرثاني پروفيسر قلندر شاهه لڪياري ڪئي، جڏهن ته سنڌس فن جي تعريف ۾ مختلف شخصيتن جا نوٽ پڻ ڪتاب ۾ شامل آهن. جن ۾ شهيد ذوالفقار علي ڀٽي (پٽ شاهه: 1961ع)، محترمه بينظير ڀٽو (14 جولاءِ 1994ع)، سينٽرل انسٽيٽيوٽ آف آرٽس اينڊ ڪرافٽس ڪراچيءَ جي پرنسپل قدسيه نثار (8 مئي 1996ع)، انڊس گئلري ڪراچيءَ جي سربراهه سيد امام (15 مئي 1996ع)، محمد علي صديقي- ڊائريڪٽر قائداعظم اڪيڊمي (15 مئي 1996ع) وغيره جا تاثر شامل آهن. ڪتاب ۾ علي اڪبر سومري جو تعارف مهتاب اڪبر راشديءَ ڪرايو آهي، جڏهن ته شاهه لطيف بابت مختصر نوٽ پروفيسر قلندر شاهه لڪياريءَ جو لکيل آهي.

**سومرو، عنايت الله 'سهيل'**: اديب ۽ شاعر عنايت الله ولد غوث بخش سومري پهرين آڪٽوبر 1930ع تي جيڪب آباد ۾ جنم ورتو. جيڪب آباد ۾ تعليم حاصل ڪرڻ کانپوءِ ڇهين مارچ 1949ع تي پرائمري ماستر مقرر ٿيو. جتان 30 آڪٽوبر 1990ع تي رٽائر ٿيو. کيس شاگرديءَ واري زماني کان ادب سان چاهه هو. اڳتي هلي 1952ع کان شاعري ۽ نثر لکڻ شروع ڪيائين. مختلف رسالن ۽ اخبارن ۾ سنڌس شاعري ۽ مضمون شايع ٿيندا رهيا. هن شاعر ۽ اديب جي حيثيت سان مختلف ادبي فورمن ۽ سماجي تنظيمن ۾ به ڪم ڪيو. 'بزم تحسين ادب' جيڪب آباد جو جنرل سيڪريٽري به رهيو. شاعريءَ توڙي نثر ۾ 'سهيل' تخلص ڪتب آڻيندو آهي. سنڌس ٽي ڪتاب: (1) 'تذڪرة الاولياء'، (2) 'ماءُ جي دعا' ۽ (3) 'جيڪب آباد ضلعي جي جاگرافي' شايع ٿي چڪا آهن.

**سومرو، غلام صديق**: استاد، چترڪار، خطاط ۽ سماج سڌارڪ غلام صديق ولد غلام عباس سومري جو جنم، 8 مئي 1959ع تي ضلعي لاڙڪاڻي جي شهر رتيديري ۾ ٿيو. هن پرائمري تعليم پنهنجي ڳوٺ رتيديري ۾ حاصل ڪري، 1974ع ۾ مئٽرڪ گورنمينٽ هاءِ اسڪول رتيديري مان پاس ڪئي، 1976ع ۾ انٽر ۽ 1978ع ۾ بي.اي گورنمينٽ ڊگري ڪاليج رتيديري مان پاس ڪيائين. ڪاليج جي



تعليم دوران معاشي زندگيءَ جي شروعات محنت مزدوريءَ سان ڪيائين ۽ پن جي ٻيڙين ٺاهڻ جو هنر سکيائين. جنهن کانپوءِ ٿوري ئي عرصي ۾ هو ٻيڙين جو ڪاريگر ٿي ويو. ان دوران هن مزدور يونين فيڊريشن ۾ شموليت اختيار ڪئي، جنهن جي جلسن ۽ جلوسن ۾ اڳ کان اڳرو رهندو هو. هو 1985ع ۾ پرائمري استاد طور ڀرتي ٿيو. جيڪا ذميواري پڻ هو نهايت ايمانداريءَ سان سرانجام ڏيندو رهيو. سرڪاري نوڪري ملڻ کانپوءِ هن ٻيڙين ٺاهڻ وارو ڪم ته ڇڏي ڏنو پر مزدور يونين جو تاحيات ڪارڪن رهيو ۽ مزدورن جا مطالبا ۽ مسئلا مڃائڻ وقت ساڻن ڪلهو ڪلهي ۾ ملائي وس وارن جا در کڙڪائيندو رهيو.

غلام صديق سومري کي مصوريءَ سان لڳاءُ شروع کان ئي هو. هن پڙهائيءَ دوران اليمينٽري ۽ انٽر ڊرائنگ جا امتحان سٺن نمبرن ۾ پاس ڪيا هئا. پوءِ عملي زندگيءَ ۾ آرٽسٽ جي حيثيت سان سامهون آيو. پر هن ڪڏهن به آرٽ کي روزگار جو ذريعو نه بڻايو. پنهنجي شوق ۽ لگن تحت نقشا، ڊزائينون، رنگين چارٽ ٺاهيندو هو. هن ڪنهن پراڻي سنڌي اخبار تان سمن جي دور جي آڳاٽي سنڌ جي نقشي جو خاڪو هٿ ڪري، ان کي نئين سر ڊزائين ڪيو. جيڪو سندس شاهڪار فن پارن ۾ شمار ٿئي ٿو. غلام صديق فقيري طبيعت جو مالڪ هو. جنهنڪري صوفي بزرگن شاهه لطيف، رڪيل شاهه ۽ شاهه عنايت جهوڪ واري جي درگاهن تي حاضري ڀريندو رهيو. غلام صديق سومرو 'غمدل فقير ميلا ڪاميٽي رتيديري' جو سرگرم ڪارڪن رهيو. ادب شناس ۽ راڳ شناس هئڻ ڪري پنهنجي گهر ۾ هڪ لائبريري پڻ ترتيب ڏني، جنهن ۾ سٺن ۽ ناياب ڪتابن ۽ ناياب ڪلامن جي رڪارڊنگ جو وڏو ذخيرو موجود هو. رتيديري جو شهري هئڻ ڪري سندس شهيد بشير خان قريشيءَ سان ذاتي ۽ گهرا لاڳاپا هئا. ان حوالي سان هن قومپرست سياست ۾ پڻ حصو ورتو. غلام صديق پنهنجي سياءَ ۾ ڪِل مُک، ملڻو جلڻو ۽ محبتي انسان هو. سندس دوستيءَ جو حلقو به وسيع هو. هن 4 آگسٽ 2008ع تي بجليءَ جي ڪرنٽ لڳڻ سبب وفات ڪئي.

**سومرو، غلام قادر**: نامور محقق، اديب ۽ تعليمدان غلام قادر ولد نبي بخش سومرو، 15 فيبروري 1933ع تي ڳوٺ ڏيتا، تعلقي ڪنڊياري ضلعي نوشهري فيروز ۾ پيدا ٿيو. 1950ع ۾ مئٽرڪ پاس ڪري هاءِ اسڪول ٺارو شاهه ۾ استاد مقرر ٿيو. ان کان پوءِ بي. اي 1955ع ۾، بي. ٽي 1957ع ۾، ايم. اي 1960ع ۾، ايل. ايل. بي 1967ع ۾ ڪيائين. غلام قادر سومري علامه غلام مصطفيٰ قاسميءَ جي نگرانيءَ هيٺ 1988ع ۾ پي. ايڇ. ڊي ڪئي.



غلام قادر سومري زندگيءَ جو وڏو حصو تعليم جي شعبي ۾ گذاريو. 1957ع کان 1981ع تائين مختلف اسڪولن ۾ هيڊماسٽر، مهراڻ انجنيئرنگ ڪاليج نوابشاهه جو ايڊمنسٽريٽو آفيسر ۽ سنڌ مدرسة الاسلام ڪراچيءَ جو پرنسپال رهيو ۽ سڄي ڄمار تعليمي، علمي ۽ ادبي خدمتون جاري رکيائين. بهترين اديب، مترجم، لسانيات جو ماهر، ڪهاڻيڪار ۽ نقاد هو هن ادبي ڪيترن پيرپائي 1955ع کان باقائدي لکڻ جي شروعات ڪئي. سندس لکيل پهريون مضمون 'سيد الشهداءِ' نواءِ وقت اخبار ۾ ڇپيو ان ساڳيءَ اخبار ۾ ٻين لکندڙن جي تحريرن تي سنڌي ٻوليءَ جي معيار جي حوالي سان اصلاحي تنقيدون لکندو رهيو. 1961ع ۾ رائيڊر هئگرڊ جي مشهور ناول Return of She جو 'سانئڻ' نالي سان سنڌيءَ ۾ ترجمو ڪيو هو پبلڪ اسڪول حيدرآباد جي رسالي جو جوائنٽ ايڊيٽر به رهيو. 1970ع کان 1998ع تائين سنڌ ٽيڪسٽ بوڪ بورڊ سان درسي ڪتابن جي ليکڪ ۽ مترجم جي حيثيت سان لاڳاپيل رهيو. هن ڪيترا تحقيقي مقالا ۽ مضمون لکيا. هن ڪيترن ئي مڊل اسڪولن کي هاءِ اسڪول جو درجو ڏياري، تعليم جي ترقي لاءِ پنهنجو ڪردار ادا ڪيو. مختلف موضوعن تي سيمينار، مذاڪره ۽ تقريرون ڪرائڻ سان گڏ رانديون ۽ اسٽيج ڊراما ڪرائيندو هو جن جا اسڪرپٽ پاڻ لکندو هو. 1963ع ۾ ايبٽ آباد ۾ برٽش ڪائونسل طرفان انگريزي تعليم جي سلسلي ۾ پندرهن ڏينهن واري سيمينار ۾ سنڌ جي نمائندگي ڪري شريڪ ٿيندڙن کي سنڌ، سنڌي ٻوليءَ، سنڌي تعليم ۽ سنڌي ادب متعلق ڄاڻ ڏنائين. پاڻ ڪيترن ئي علمي، ادبي، ثقافتي ۽ سماجي تنظيمن جو صدر، جنرل سيڪريٽري ۽ نگران ٿي رهيو.

غلام قادر سومري جا هيٺيان ڪتاب ڇپيل آهن:

(1) سانئڻ (وائيڊر هيگرڊ جي ناول 'Return of She' جو ترجمو: 1961ع)، (2) . . . ۽ ڌوڙيا پئجي ويا (مزاحيه ڪهاڻيون: 1965ع)، (3) سهڻا ٿوهر (1975ع)، (4) ورچڙهي وڃڻ جي پيڙا (آفريڪي ناول Undesirable Elements جو ترجمو)، (5) سنڌي ٻٽن لفظن جي لغت (1996ع)، (6) سنڌي ٻوليءَ ۾ انگن جو ڪارج (2003ع)، (7) سنگيت آچاريا ماسٽر چندر (2007ع)، (8) سنڌي ادب ۾ طنز ۽ مزاح (2013ع)، (9) Webster based English to English and Sindhi Dictionary.

ڊاڪٽر غلام قادر سومري ڪيترا درسي ڪتاب به لکيا. ان کان سواءِ مختلف اخبارن ۾ ڪالم لکندو رهيو جهڙوڪ: اڄ ڪيون ڳالهيون صفا' (روزانه عبرت)، 'اُبتيون سبتيون ڳالهيون (روزانه آفتاب)، 'سندا ڳالهين ڳج' (روزانه آفتاب ۽ روزانه ڪاوش).

سندس اڻ ڇپيل ڪتابن ۾ هيٺيان شامل آهن:

(1) سنڌي ٻوليءَ ۾ لفظن جو ورجاءُ، (2) مترادفات سنڌي، (3) علامه دائودپوٽو: گهڻ پاسائين شخصيت، (4) سنڌي ٻوليءَ ۾ لکت ۽ انشاء جا مسئلا، (5) چارين جي ڄائي، (6) سنڌ ۾ ٿهال جو سرشتو.

ڊاڪٽر غلام قادر سومري، 9 آڪٽوبر 2005ع ۾ وفات ڪئي.

**سومرو، فضل رحيم، ڊاڪٽر**: عربي زبان جي عالم ۽ شاهه لطيف جي شاعريءَ کي عربيءَ ۾ منظوم ترجمو ڪندڙ ڊاڪٽر فضل رحيم سومري، حيدرآباد ۾، حڪيم محمد امين سومري جي گهر ۾، 1335ھ بمطابق 1917ع ۾ جنم ورتو هو فضل رحيم مئٽرڪ جو امتحان جامعه عربيه حيدرآباد مان پاس ڪيو ڪيس ننڍي هوندي کان ئي عربي زبان سان والهانه عشق هوندو هو اهو ئي سبب آهي، جو شمس العلماء ڊاڪٽر عمر بن دائودپوٽو مرحوم به



سندس وڏي همت افزائي ڪندو هو. هڪڙي پيري هن بسنت هال، حيدرآباد ۾ ڊاڪٽر عمر بن محمد دائودپوٽي جي صدارت ۾ منعقد ٿيل ڪانفرنس ۾ عربي زبان ۾ تقرير ڪئي. فضل رحيم سومري، ايم. بي. بي. ايس جو امتحان پاس ڪري ڊاڪٽري پيشو اختيار ڪيو ۽ وقت جو وڏو ڊاڪٽر تسليم ڪيو ويو. علاج ۾ ڪيس وڏي هٿ شفا هوندي هئي. هن گهڻو عرصو سعودي عرب ۾ گذاريو. ان دوران هن عربي زبان تي عبور حاصل ڪري ورتو. نتيجي طور هن سنڌ جي سدا حيات شاعر شاهه عبداللطيف ڀٽائيءَ جي ڪلام 'شاهه جي رسالي' جو عربيءَ ۾ ترجمو ڪيو. هن ترجمي جو ڪم 1980ع کان شروع ڪيو ۽ ڇهن سالن اندر مڪمل ڪري ورتو. 8 اپريل 1984ع تي سندس مڪمل شاهه جي رسالي (30 سرن سميت) جي ترجمي جو مهورت، ان وقت جي پاڪستان جي وزير دفاع، مير علي احمد خان ٽالپر، توحيد پبليڪيشن جي اهتمام هيٺ، حيدرآباد ۾ ڪيو هو. مهورت جي موقعي تي ڊاڪٽر فضل رحيم سومرو خود بہ موجود هو ۽ سندس وڏي پذيرائي ڪئي وئي هئي. فضل الرحيم سومري، ان ئي زماني ۾ شاهه لطيف جي سوانح عربيءَ ۾ ترجمو ڪري، 35 صفحن تي مشتمل هڪ ڪتابڙو ڌار بہ شايع ڪيو هو. جنهن ۾ هن شاهه لطيف جي حياتي، دور ۽ سنڌن وڏن جي سنڌ ۾ آمد، ڪانسواءِ ڪجھ مورخن ۽ ماخذن جا نالا بہ ڏنا هئا. هي شاهه جو رسالو ڪل ٻارهن جلدن (سوانح سميت 12 جلدن) ۾ ڇپائي، جلد بند ڪري پيش ڪيو ويو هو.

هن عالم شخص 69 ورهين جي ڄمار ۾ 17 مارچ 1986ع تي سعودي عرب ۾ انتقال ڪيو. وفات کان اڳ هن رسالي جا ٽيھ ئي سُر ترجمو ڪري پورا ڪيا هئا. سندس جنازو سعودي عرب کان حيدرآباد آندو ويو ۽ سندس تدفين ڪينٽومينٽ واري قبرستان حيدرآباد ۾ پنهنجي والد جي پيرانديءَ ڪئي وئي.

فضل رحيم سومري، شاهه جا مختلف سُر ڌار ڌار ڪتابڙن جي صورت ۾ ڇپايا ۽ بعد ۾ سندس شاهه جو رسالو (عربي ترجمو) مڪمل صورت ۾ بہ ڇپيو.

**سومرو، فوزيہ:** مشهور عوامي فنڪاره فوزيہ سومرو جو اصل نالو حڪيمان هو. هن ويراواهه لڳ تعلقي ننگرپارڪر جي ڳوٺ ڪارسر ۾، 1969ع ۾ ناٿي خان جي گهر ۾ جنم ورتو. سندس والد تنبي محمد خان جي شگر مل ۾ ملازم هو ۽ اتي حمد ۽ نعتون ڳائيندو هو. اڳتي هلي، لڏي پلاٽي تنبي محمد خان ۾ اچي وينو جتي فوزيہ سومرو مئٽرڪ پاس ڪئي ۽ سورهن سترهن ورهين جي ڄمار ۾ ڳائڻ شروع ڪيائين. سندس تعلق بنيادي طرح مذهبي گهراڻي سان هو. جنهنڪري ڪيس فن جي دنيا ۾ اچڻ وقت ڪافي ڏکيائيون پيش آيون، پر



پنهنجي شوق جي تڪميل خاطر مائٽن کان چوريءَ ننڍن ننڍن فنڪشنن ۽ پروگرامن ۾ ڳائيندي رهندي هئي. 1987ع ڌاري ريڊيو پاڪستان حيدرآباد تي نامور براڊڪاسٽر نصير مرزا ڪيس متعارف ڪرايو ۽ سندس آواز ۾ ہ ڪلام 'بي قدرا قدر نہ ڪيئي ڪو' ۽ 'چڏي ويا ساٿي سڪن جا' رڪارڊ ڪيا، جن ٻڌندڙن ۾ ڪافي مقبوليت حاصل ڪئي.

فوزيہ سومرو راڳ جي باقاعدي سکيا استاد مجيد خان ۽ غلام حسين ڪليريءَ کان ورتي. سندس آواز ۾ ڪافي درد هو. فوزيہ سومرو سنڌي عورت فنڪارائن ۾ واحد فنڪاره هئي، جنهن کي وڏ ۾ وڏ ٻڌو ۽ پسند ڪيو ويو آهي. سندس ڪلامن سنڌ جي جهرجهنگ وڏي مقبوليت ماڻي. هوءَ ڪئسيٽ ڪمپنين کان ڪافي ڳرو معاوضو وٺندي هئي. هن گهڻو تڻو عشقيہ ڪلام ڳايو آهي. ان ڪانسواءِ هر سال محرم مهيني ۾ سنڌي نوحن جون ڪئسٽون رليز ٿينديون هيون. فوزيہ سومرو ملڪ کان ٻاهر سعودي عرب، ٻارت، دبئي، شارجہ ۽ قطر سميت ڪيترن ملڪن ۾ پنهنجي فن جا جوهر ڏيکاريا. هن سنڌي، سرائڪي، اردو، بلوچي، مارواڙي ۽ ٻين ٻولين ۾ ڳايو. هن شاهه لطيف، سچل سرمست، شيخ اياز، بلاول اوٺي، علي محمد اڏيرائي، سائينداد ساند ۽ ٻين شاعرن جا ڪلام ڳائي خوب داد حاصل ڪيو. سندس مشهور گيتن ۾ 'ڪنهين هٿ هلايا تہ ڳوڙها ڳڙي پيا'، 'ڪو تہ اهڙو هجي'، 'ڪڏهن نينهن وارا نندبون ڪونہ ڪن ٿا'، 'الي منهنجا ماروئڙا'، 'جهڙي پياري سنڌ، تهڙا سنڌي ماڻهو'، 'ڪارونجهر تي آ، آءِ اڪيلي آهيان'، 'ڏورو'، 'جيئري مون ڏي ڪونہ آئين' شامل آهن.

سندس شادي 1993ع ۾ تنبي محمد خان جي زميندار حاجي مصري سنيي سان ٿي، جنهن مان ڪيس هڪ ڌيءَ جو اولاد آهي. سندس 110 ڪئسيٽون رليز ٿيون. ڪيس شاهه لطيف اوارڊ ۽ شهباز اوارڊ سميت لاتعداد اوارڊ مليا آهن. ٿر پروڊڪشن رڪارڊنگ ڪمپنيءَ 2002ع ۾ ميرپورخاص ۾ سندس مڃتا طور تاج پوشي ڪرائي وئي. 2002ع ۾ بيمار رهڻ ڪانپوءِ هن پاڻ ڪي ويل چيئر تي ڪٺائي بہ شاهه لطيف جي عرس تي ڪلام ڳائي، پنهنجي مداحن ڪي مايوس نہ ڪيو.

فوزيہ سومرو ٻُڪين/ گردن جي تڪليف جي ڪري ڪجھ وقت بيمار رهڻ ڪانپوءِ، 4 سيپٽمبر 2002ع تي وفات ڪئي. ڪيس تنبي محمد خان جي سخي برهان شاهه قبرستان ۾ دفن ڪيو ويو.

**سومرو، ڪاشف حسين:** اديب ۽ محقق ڪاشف حسين ولد عبدالجبار 'عبد' سومرو، 25 مارچ 1982ع تي شڪارپور ۾ ڄائو. هن ديني تعليم ارشاد الصرف تائين حاصل ڪئي. ايم. اي (اردو) ۽ ايم. ايڊ ڪيائين. تعليم دوران ذهين شاگرد رهيو. بحث مباحثي، تقرير ۽ ذهني آزمائش جي مقابلن ۾ حصو وٺي ڪيترا اوارڊ ۽ انعام حاصل ڪيائين. هن 'بيسٽ اسڪائوٽ' جو اعزاز بہ حاصل ڪيو.



ڪاشف شاگرديءَ واري عمر ۾ ئي لکڻ شروع ڪيو. عملي زندگيءَ ۾ واپڊا ۾ ميٽر ريڊر ۽ بعد پوليس ڪانسٽيبل ٿيو. آگسٽ 2009ع ۾ ڪميشن جو امتحان پاس ڪري اردوءَ جو ليڪچرار مقرر ٿيو ۽ گورنمينٽ ڊگري ڪاليج جيڪب آباد ۾ پنهنجا فرائض سرانجام ڏنائين. 2004ع ۾ 'پاڪستان رائيٽرس پوائنٽ' پاران ڪرايل اردو ڪهاڻي نويسيءَ جي مقابلي ۾ پوري پاڪستان ۾ پهريون نمبر ڪيائين. ڪاشف جي شاعري ۽ لکڻيون سنڌي ۽ اردو ٻولين جي مختلف اخبارن ۽ رسالن ۾ شايع ٿينديون رهيون آهن.

سندس شايع ٿيل ڪتابن ۾: (1) فاتح سنڌ- غازي محمد بن قاسم، (2) سنڌ جو سرواڻ مولانا عبدالڪريم قريشي (شريڪ ليکڪ)، (3) سوانح حيات حضرت مخدوم شاهه عثمان قريشي سهروردي (اردو) شامل آهن. ڪاشف سومري شڪارپور مان ڪجهه وقت لاءِ اردو اخبار 'ادب نامه' به جاري ڪئي، جنهن جو چيف ايڊيٽر رهيو. 'مهراڻ ادبي سنگت شڪارپور' جو جنرل سيڪريٽري ۽ 'پاڪستان رائٽرس گلڊ' جو صوبائي صدر به رهيو.

ڪاشف حسين سومري، 7 جون 2012ع تي دل جي دوري پوڻ سبب جوانيءَ ۾ وفات ڪئي.

**سومرو، محمد اسماعيل 'منصور'**: شاعر محمد اسماعيل ولد جند وڏو خان سومرو، پهرين ڊسمبر 1938ع تي ڏهرڪي ضلعي گهوٽڪيءَ ۾ پيدا ٿيو. ابتدائي تعليم گورنمينٽ پرائمري اسڪول ڏهرڪيءَ مان حاصل ڪئي. گورنمينٽ هاءِ اسڪول ميرپور ماٿيلي مان 1956ع ۾ مئٽرڪ ڪيائين. هن 1963ع ۾ ايم. اي سنڌي ڪئي. ان ڪانسواءِ بي. ايڊ ۽ ايل. ايل. بي جون ڊگريون پڻ حاصل ڪيائين.



محمد اسماعيل سومري پيشوراڻي زندگيءَ جي شروعات تعليم کاتي ۾ استاد جي حيثيت سان ڪئي، جتان ترقي ڪري 1969ع ۾ ليڪچرار، 1979ع ۾ اسسٽنٽ پروفيسر ۽ 1989ع ۾ پرنسپال جي اهم عهدي تي رهي رٽائر ڪيائين. هن لکڻ جي شروعات 1961ع ڌاري شاعريءَ کان ڪئي. شاعريءَ ۾ 'منصور' تخلص سان غزل، وائي، بيت، نظم، چوسٽي ۽ ٽيڙوءَ تي طبع آزمائي ڪري چڪو آهي. سندس شاعري سنڌ جي ادبي رسالن ۽ اخبارن ۾ ڇپجي چڪي آهي. ادبي حوالي سان لطيف ادبي سنگت جو جنرل سيڪريٽري رهيو. سندس ڇپيل ڪتابن ۾: (1) 'حسن ڪمال رسول الله صلي الله عليه وسلم' (قصيده برده شريف جو سنڌيءَ ۾ ترجمو 2007ع)، (2) 'عين جمال رسول الله صلي الله عليه وسلم'، (نعتيه شاعري: 2012ع) شامل آهن.

ڪيس ادبي خدمتن عيوض بيدل اواره 2012ع سميت ڪيترا اوارڊ ۽ سرٽيفڪيٽ ملي چڪا آهن.

**سومرو، محمد اسماعيل**: مولانا مفتي محمد اسماعيل ولد مفتي نبي بخش سومرو 1315هه/ 1895ع ۾ شڪارپور ۾ ڄائو. سموري تعليم پنهنجي والد صاحب وٽ حاصل ڪري فارغ التحصيل ٿيو. ان کانپوءِ ديوبند ۽ عليگڙهه ۾ تعليم حاصل ڪيائين. معقول ۽ منقول جو جيد عالم هئڻ سان گڏوگڏ فقه ۽ تفسير جي وڏي ڄاڻ رکندو هو. عربي ادب، عروض ۽ عربي شاعريءَ ۾ پنهنجو مٽ پاڻ هو. ٻارهن ڪتابن جو مصنف هو جن مان ست ڪتاب عربيءَ ۾ ۽ باقي ٻين ٻولين ۾ آهن. انهن مان: (1) نورالايقان في اعجازالقرآن (عربي)، (2) نهايت البحث في مسائل الارث، (3) صفت العرفان بمفردات القرآن (ٻه جلد: عربي: لغت جي انداز ۾ قرآن مجيد جو تفسير)، (4) عزة النحو (5) اطفاءِ الفرية في الاعفاءِ اللحيه، (6) تفسير والتين والزيتون (عربي مطبوعه)، فارسي زبان ۾ هڪ قصيدو 'تحفة العاشقين' ۽ (7) 'چهل حديث' شامل آهن.

مولانا محمد اسماعيل سومري، 29 نومبر 1970ع تي وفات ڪئي.

**سومرو، محمد پريل**: مشهور پاڳي/ پيري محمد پريل ولد سائينداد سومرو، پهرين ڊسمبر 1916ع تي، ڳوٺ دادلوءِ تعلقي پنو عاقل ۾ پيدا ٿيو. جوانيءَ ۾ ٻيلهاڙيءَ جو بهترين رانديگر ۽ رازو هو. پير سڃاڻڻ جي قدرتي ڏات مليل هئس. هڪ پيرو جنهن ماڻهو جو پير ڏسندو هو، اهو ماڻهو ڏهن سالن کان پوءِ به ڪٿان گذرندو هو ته سندس پير ڏسي سڃاڻي وٺندو هو. جنهن جو پير ڪڏهن به نه ڏٺل هوندس، ان جو پير ڏسي ٻڌائيندو هو ته فلاڻي نسل جو ماڻهو آهي. پير سڃاڻڻ سبب راڄن جا چڱا مڙس توڙي ترجي پوليس سندس ڪافي عزت ڪندي هئي. سندس پير سڃاڻڻ جي ڌپ کان ڪيترا چور سندس علائقي ۾ چوري نه ڪندا هئا. هن جي پير سڃاڻڻ واري قابليت سبب علائقي ۾ چوريون به نه ٿينديون هيون. پري وارن علائقن ۾ ڪا چوري ٿيندي هئي ته ماڻهو ڪيس وٺي وڃي پير ڏيکاريندا هئا. چورن کي جڏهن اهڙي خبر پوندي هئي ته پريل سومرو پير ڏسڻ ٿو اچي ته پاڳين سان ٺاڪڙي ذريعي چوري واپس ڪري ڇڏيندا هئا يا پريل سان ملي نالو ظاهر نه ڪرڻ جي شرط تي چوري واپس ڪري ويندا هئا.

پاڳي پريل سومري، 20 نومبر 2001ع تي وفات ڪئي. کيس ڇيچڙي ۾ پير بائِد جي قبرستان ۾ دفن ڪيو ويو.

**سومرو، محمد حسين**: محمد حسين ولد محمد صديق سومرو، 14 ڊسمبر 1950ع تي ڳوٺ جهلي ڪلواڙي ضلعي شڪارپور ۾ ڄائو. سندس تعليم ايم. اي پوليٽيڪل سائنس، ايم. اي اسلامڪ ڪلچر ۽ بي. ايڊ آهي.



1971ع ۾ پرائمري استاد جي حيثيت سان سرڪاري نوڪري ڪيائين. 1982ع ۾ ايڇ. ايس. ٽي ٿيو ۽ ڪميشن جو امتحان ڏيڻ بعد 1984ع ۾ ليڪچرر ٿيو، جتان 2010ع ۾ ائسوسيئيٽ پروفيسر جي عهدي تان رٽائر ڪيائين.

پروفيسر محمد حسين سومرو استادن جي تنظيم ’تنظيم اساتذه‘ سان واڳيل رهيو. استادن جي تنظيم جو سيڪريٽري ۽ صوبائي صدر به رهيو آهي. هن وقت ’حرا‘ اسڪول شڪارپور‘ جو پرنسپل ۽ ’حرا‘ نيشنل ايجوڪيشن فائونڊيشن سنڌ‘ جو ڊائريڪٽر آهي. پروفيسر محمد حسين سومرو هڪ سٺو اديب آهي. سندس شايع ٿيل ڪتابن ۾: (1) ’انسان جو ناحق قتل‘ (ترجمو)، (2) ’اسلامي نظريه تعليم‘ (ترجمو)، (3) ’جديد فڪر جو چئلينج ۽ استاد‘، (4) ’اسلامي ۽ جديد تدريسي طريقن جو تقابلي جائزو‘، (5) ’تقويٰ راهه نجات‘ (اردوءَ ۾ سورة البقره جي پهرين ٻن رڪوعن جو تفسير) شامل آهن.

**سومرو، محمد عالم، مولانا:** نامور عالم ۽ محدث، مولانا محمد عالم ولد محمد نعيم سومرو، 22 جنوري 1903ع تي ميرپور ماٿيلي، ضلعي گهوٽڪيءَ ۾ ڄائو. هن ابتدائي تعليم ميرپور ماٿيلي جي سنڌي پرائمري اسڪول ۾ حاصل ڪئي. قرآن پاڪ ناظره حافظ الاهي بخش سيال وٽ پڙهيو. فارسي تعليم مولانا بهاءُالدين پتافيءَ وٽان پڙهي، مدرسه ’قاسم العلوم‘ گهوٽڪيءَ ۾ داخل ٿيو جتي مولانا نور محمد انڊڙ ۽ سيد شير محمد شاهه کان عربيءَ جي تعليم حاصل ڪيائين. ان کانپوءِ مولوي اميد علي چني شڪارپوريءَ جي مدرسي ۾ پڙهي فارغ التحصيل ٿيو. ڪيس دستار مولانا تاج محمود امروٽيءَ پارائي. هو فارغ التحصيل ٿيڻ کانپوءِ درس تدريس جي ڪم سان لڳو ۽ ان سان گڏ عرضي نويس جو ڪم پڻ ڪندو هو. مولانا محمد عالم سنڌي زبان جو سٺو عالم ۽ ڪاتب هو ۽ شعر و شاعريءَ جو به گهڻو ذوق رکندو هو. قرآن مجيد جو سنڌي ترجمو پڻ ڪيائين، جيڪو پاڻ مڪمل ڪتابت ڪيو هئائين. اهو قرآن مجيد ’قومي هجره ڪاميٽيءَ‘ اسلام آباد پاران 1986ع ۾ شايع پڻ ڪيو ويو. ان کانسواءِ مولانا ٻيا به ڪيترائي ڪتاب لکيا، جن ۾ ’دولت علويه جي مختصر تاريخ‘ ۽ ’سوانح حضرت حسين عليه السلام‘ شامل آهن. وٽس هڪ وڏي لائبرري پڻ هئي، جيڪا سندس پوٽين وٽ موجود آهي.

مولانا محمد عالم سومري، 28 جولاءِ 1989ع تي وفات ڪئي.

**سومرو، محمد عباس:** پڊعيدن جي نامور وڪيل ۽ تعليمي ماهر محمد عباس سومري، 19 جولاءِ 1924ع تي ڳوٺ چيهي ۾ حاجي حبيب الله جي گهر ۾ جنم ورتو. سندس گهراڻو علمي ادبي گهراڻو هو. تنهنڪري کين ’آخوند‘ ڪري سڏيندا هئا. سندس پڙڏاڏو محمد حسين رنگريز پنهنجي دور جو مڃيل عالم ۽ ڪاتب ٿي گذريو آهي. سندس ڪتابت ڪيل ڪيترائي نسخا اڄ به سندس پوٽين وٽ محفوظ آهن. محمد عباس سومرو ٻه درجا انگريزيءَ تائين پڊعيدن جي رام سنگهه اڪيڊميءَ ۾ پڙهيو پر پوءِ اچڻ وڃڻ جي تڪليف سبب خواجه گارڊن اسڪول نوابشاهه ۾ داخل ٿيو. تنهن دور ۾ اسڪول ۾ بورڊنگ جي سهوليت هوندي هئي. مئٽرڪ جو امتحان 1944ع ۾ ڏنائين ۽ بورڊ ۾ ٽين پوزيشن حاصل ڪيائين. بي.اي جو امتحان سنڌ يونيورسٽي ڪراچيءَ مان 1949ع ۾ پاس ڪيائين. ان بعد ڊي.جي ڪاليج مان 1952ع ۾ قانون جو امتحان ڏنائين. نهايت خوددار ۽ ذميدار انسان هو. ’لا‘ جا ڪلاس شام جو هلندا هئا، تنهنڪري صبح جو بندر روڊ تي واقع اين. جي. وي هاءِ اسڪول ۾ پڙهائڻ لڳو. حفيظ پيرزادو، سينيٽر حسين شاهه راشدي ۽ امر جليل سندس شاگرد رهي چڪا آهن. ڪراچيءَ ۾ رهڻ دوران ڊاڪٽر عمر بن محمد دائودپوٽي جي گهڻو ويجهو رهيو. سندس زندگيءَ تي ٻه شخص گهڻو اثرانداز رهيا، هڪڙو ڊاڪٽر عمر بن محمد دائودپوٽو ۽ ٻيو ايم. ايڇ. خواجه. هن بي. اي ڪرڻ دوران ڊي. سي آفيس ڪراچيءَ ۾ ڪلارڪي ڪئي. وڪالت جي ڊگري حاصل ڪري واپس نوابشاهه آيو جتي قاضي فيض محمد وڪيل جو اسسٽنٽ ٿي ڪم ڪيائين. 15 سيپٽمبر 1953ع تي سنڌ حڪومت سانگهڙ کي ضلعي جو درجو ڏنو ته 20 آڪٽوبر 1953ع تي پاڻ به سانگهڙ ۾ اچي رهيو. هي سانگهڙ جي تاريخ جو پهريون وڪيل هو. 1960ع کان 1970ع تائين سانگهڙ بار ڪائونسل جو ڏهه سال صدر رهيو. سومرو صاحب نه صرف سٺو وڪيل هو پر هڪ تعليمي ماهر به هو. جاگرافيءَ تي سٺي دسترس رکندو هو. سندس ترتيب ڏنل ڪتاب اٽلس جاگرافي تعلقو کپرو (1958ع)، اٽلس جاگرافي تعلقو سنجهورو (1958ع)، اٽلس جاگرافي تعلقو سانگهڙ (1958ع)، اٽلس جاگرافي ضلعو سانگهڙ (1958ع) اسڪولن ۾ پڙهايا ويندا هئا. ان کان سواءِ سندس انٽرميڊيئيٽ جي شاگردن لاءِ جاگرافيءَ جي موضوع تي انگريزيءَ ۾ لکيل ڪتاب Commercial Geography تعليم کاتي کان منظور ٿيل هو. ان کانسواءِ سومرو صاحب سياسي توڙي سماجي سرگرمين ۾ به اڳڀرو رهيو آهي. ايم. آر. ڊي واري جدوجهد ۾ ڀرپور حصو ورتائين. سماجي حوالي سان شهر جي ترقياتي ڪمن ۾ ڇوڪرن ڇوڪرين لاءِ ڌار ڌار ڪاليج قائم ڪرائڻ ۾ ڀرپور ڪردار ادا ڪيائين. هي سانگهڙ ڊيولپمينٽ سوسائٽي، سانگهڙ بار ۽ سانگهڙ جيمخاني جو باني ليکيو وڃي ٿو. هن جي سڄي زندگي جدوجهد ۾ گذري، آخر ۾ وڪالت توڙي سياسي سماجي سرگرميون ڇڏي اوٿ ڪمشنر طور سانگهڙ واسين جي خدمت ڪيائين.

**سومرو، محمد عثمان:** مشهور سياستدان، وڏيرو محمد عثمان سومرو ڳوٺ گرڙ تعلقي ٺٽي ۾، سن 1902ع ۾ ڄائو. ان ڳوٺ کي ’ڪوٽڙي پراڻي‘ به سڏيو وڃي ٿو. هي ڳوٺ اصل وڏيري محمد عثمان جي ڏاڏي محمد هاشم سومري آڏايو هو.



ڳوٺ جي چوڌاري ’ڪوٽڙي‘ يا ’ڪوٽ‘ ڏنل هو. انهيءَ ڪري هن ڳوٺ کي ’ڪوٽڙي هاشم سومرو‘ به ڪوٺيندا آهن. محمد عثمان سومري ننڍي هوندي ڳوٺ جي مولويءَ وٽ ابتدائي تعليم، قرآن شريف سان گڏ پارسي دووايو تِوايو ۽ ڪريمان تائين تعليم حاصل ڪئي. ان کان پوءِ ٺٽي جي لوڪلبورڊ اسڪول ۾ ست درجا سنڌي ۽ ٻه درجا انگريزي پڙهيو.

عثمان سومري ننڍيءَ عمر ۾ سياست ۾ حصو ورتو. 1920ع ۾ تعلقي ٺٽي لوڪلبورڊ جي چونڊن ۾ ڪامياب ٿيو. پنجن سالن کانپوءِ 1925ع ۾ ڪراچي ضلعي لوڪلبورڊ جي چونڊن ۾ ڪامياب ٿيو.

سندس شهرت ۽ اثرجو وڏو ثبوت هي آهي تہ هُو سن 1932ع کان 1935ع تائين مسلسل ٽي سال ٺٽي تعلقي لوڪل بورڊ جو پريزيڊنٽ رهيو. اهڙيءَ طرح 1937ع کان 1945ع تائين سنڌ اسيمبليءَ جو ميمبر چونڊيو ويو. سن 1925ع کان 1928ع تائين ٺٽي جو بينچ مئجسٽريٽ رهيو. عثمان سومري خلافت هلچل ۾ بہ بهرو ورتو ۽ تعليمي سرگرمين ۾ حصو ورتو ويو. 1936ع کان 1940ع تائين ڊسٽرڪٽ اسڪول بورڊ ڪراچيءَ جو چيئرمئن ٿي رهيو. مرحوم رسول بخش آخوند، مرحوم شيخ ڪريم بخش، مرحوم عبدالرسول سومرو ۽ مسٽر عبدالعليم قريشي سندس زماني ۾ آئبڊ منسٽريٽو آفيسر ٿي رهيا. اهڙيءَ طرح سنڌ مدرسي بورڊ جو ڪافي عرصي تائين ميمبر ٿي رهيو.

سومري صاحب جا سنڌ جي وڏن ماڻهن سان دوستيءَ جا ناتا هئا. مرحوم سردار واحد بخش ڀٽي سان سندس گهاٽي ياراڻي هئي. 1928ع ۾ سردار واحد بخش ڀٽي تي مائي خانزاديءَ جي گم ٿيڻ جو ڪيس ٿيو هو، جنهن ڪيس ۾ سومري صاحب ڪي بہ سردار مرحوم سان گڏ جوابدار ڄاڻايو ويو هو پر ڪيس مان 1930ع ۾ سيئي باعزت آزاد ٿيا. هن ڪيس کانپوءِ مرحوم ڀُٽي جي دوستن توڙي اتر سنڌ ۾ سومري صاحب جو ناماچار وڌيو.

سنڌ اسيمبلي جي چونڊن کانپوءِ محمد عثمان سومرو 'اتحاد پارٽي' جو ميمبر ٿي رهيو ۽ خانبهادر الله بخش سومري سان سندس دوستاڻا تعلقات ٿي ويا. جڏهن الله بخش سومرو سنڌ صوبي جو وزيراعظم هو، تڏهن هي بہ سندس مددگارن مان هڪ هو. هن زماني ۾ مرحوم جعفر خان جماليءَ سان سندس گهرا دوستاڻا ناتا پيدا ٿيا. اهڙيءَ طرح مرحوم محمد هاشم گزدر ۽ شيخ عبدالمجيد سنڌيءَ سان بہ پنهنجا ناتا قائم رکيائين. سومري صاحب جو خانداني ڌنڌو زميندراي هو. لاڙ جو وڏو زميندار هلندي پڄنديءَ، اثر رسوخ ۽ پاڻ برادريءَ ۽ سرنڊپال ۽ بااخلاق شخص هئڻ ڪري سنڌ جي سومرن، سن 1942ع ۾ کيس پنهنجو سردار مقرر ڪري، کيس سرداريءَ جي پڳ ٻڌائي. عثمان سومرو ڪجھ وقت سياست کان ٻاهر رهيو، پر آخري ڏينهن ۾ پيپلز پارٽيءَ جو سرگرم ميمبر رهيو. هن 1969ع ۾ وفات ڪئي.

**سومرو، محمد ميان:** محمد ميان سومرو، جيڪب آباد ۽ شڪارپور جي مشهور سومرا خاندان سان تعلق رکي ٿو. جنهن جو سنڌ جي سياست ۾ اهم ڪردار رهيو آهي. مشهور سياستدان احمد ميان سومرو سندس والد ۽ خانبهادر حاجي مولا بخش سومرو سندس ڏاڏو هو. جڏهن تہ قومي اسيمبليءَ جو اڳوڻو اسپيڪر الاهي بخش سومرو سندس چاچو آهي.



محمد ميان سومري، 19 آگسٽ 1950ع تي ڪراچيءَ ۾ جنم ورتو. تعليم مڪمل ڪرڻ کان پوءِ مختلف قومي توڙي پرڏيهي بئنڪن ۾ اهم عهدن تي رهيو جن ۾ : بئنڪ آف آمريڪا، انٽرنيشنل بئنڪ آف يمن، فيصل اسلامڪ بئنڪ بحرين، مسلم ڪمرشل بئنڪ، زرعي ترقياتي بئنڪ ۽ نيشنل بئنڪ آف پاڪستان شامل آهن. هن پهريون پيرو پاڪستان ۾ مائڪروڪريڊٽ بئنڪنگ متعارف ڪرائي.

2000ع ڌاري جڏهن ايئر مارشل محمد عظيم داؤدپوٽي سنڌ جي گورنر طور استعيفا ڏني تہ محمد ميان سومرو ان وقت نيشنل بئنڪ جو صدر هو ۽ ملڪ جي سربراهہ جنرل پرويز مشرف کيس سنڌ جي اوڻٽيهين (29) گورنر طور مقرر ڪيو تہ هن نئشنل بئنڪ جي صدارت تان استعيفا ڏئي ڇڏي. جيتوڻيڪ ان وقت کيس عرب بئنڪ طرفان بہ وڏي عهدي جي آڇ ٿي هئي، پر هن سنڌ جي گورنري قبول ڪئي ۽ ان منصب تي رهي بهترين خدمتون سرانجام ڏنيون.

هو جڏهن نئشنل بئنڪ جو صدر هو تہ هڪ سياسي حلقي کيس بئنڪ مان 5000 ملازم فارغ ڪرڻ لاءِ دٻاءُ وڌو، پر هن اهو دٻاءُ قبول نہ ڪيو ۽ چٽو موقف اختيار ڪيو تہ هُو ملازمن کي بي روزگار نہ ڪندو. گورنر هئڻ دوران هن سنڌ جي پاڻيءَ جي مسئلي ۽ ٻين صوبائي معاملن ۾ سنڌ جو موقف ڀرپور انداز ۾ پيش ڪيو. هن جي دور ۾ سنڌ ۾ مڪاني حڪومت وارو نظام لاڳو ٿيو. 26 ڊسمبر 2002ع تي گورنر جي منصب تان دستبردار ٿيڻ کانپوءِ هن باقاعدي سياست ۾ پير پاتو ۽ مسلم ليگ قائداعظم جي ٽڪيٽ تي 2003ع ۾ سينيٽر چونڊيو ويو، جنهن بعد يڪراءِ فيصلي سان کيس بنا مقابلي سينيٽ جو چيئرمئن منتخب ڪيو ويو. سينيٽ جي چيئرمئنيءَ دوران هو صدر جنرل پرويز مشرف جي غير ملڪي دورن وقت ڪيترا ڀيرا وقتي صدر طور ذميواريون نڀائيندو رهيو.

15 نومبر 2007ع تي کيس نگران وزيراعظم طور ذميواريون سونپيون ويون. فبروري 2008ع ۾ پيپلز پارٽي چونڊن ۾ اڪثريت سان کٽي آئي، جنهن کان پوءِ 25 مارچ 2008ع تي محمد ميان سومرو نگران وزيراعظم جي منصب تان دستبردار ٿيو ۽ سندس جاءِ تي جمهوري حڪومت جو وزيراعظم سيد يوسف رضا گيلاني ٿيو.

**سومرو محمد وريل:** نامور چترڪار، محمد وريل سومرو، جيڪو 'ايم. وي. سومري' جي نالي سان مشهور هو، آخوند حاجي احمد جو وڏو پٽ هو هن 1921ع ۾ دادو شهر جي ڇاڻي (شاهہ آباد) پاڙي ۾ جنم ورتو ابتدائي تعليم مسلم اسڪول ڇاڻي، ضلعي دادوءَ مان حاصل ڪيائين. فائنل جو امتحان پاس ڪري ان ئي اسڪول ۾ والد جي وفات کانپوءِ هيڊماسٽر ٿيو. ننڍپڻ کان ئي کيس سنڌ جي مشهور آرٽسٽ، مصور استاد علي نواز امير البحر سيوهاڻيءَ جي حوالي ڪيو ويو، جنهن سندس



ڏات ۽ صلاحيتن کي نکاري ڪيس رنگن جي سڃاڻپ سان گڏ شيشي تي پينٽنگ جي ڪم ۾ ماهر بڻايو. 1938ع ۾ ٽريننگ ڪاليج فارمين حيدرآباد ۾ هڪ سال هيڊماستريءَ جي تربيتي ڪورس دوران ڊرائنگ جو امتحان استاد الله بخش آرٽسٽ جي نگرانيءَ ۾ ڏنائين. امتحان ۾ نمايان پوزيشن حاصل ڪيائين.

محمد وريل سومري ۾ خداداد فنڪارانه صلاحيتون موجود هيون، ان ڪري استاد شفيع محمد سولنگي، استاد قربان لاشاري ۽ تاج محمد عرف تاجو حجم سان گڏجي، تاريخي سنڌي ڊراما اسٽيج ڪيائين. جن ۾ مکيه ڪردارن سان گڏ فنڪارن جي ميڪ اپ جي ذميواري خوبصورتيءَ سان نڀائيندو هو.

محمد وريل سومري، درس و تدريس کان سواءِ دادوءَ ۾ پينٽنگ جي ڪم سان گڏ ماڻهن جا پورٽريٽ ناهڻ واري فن کي خوب ترقي ڏياري. تاج محل سئنيما، دادوءَ ۾ فلمن جا بئنر ۽ اداڪارن جون تصويرون ناهڻ ڪري سنڌس شهرت وڌندي رهي. ان ڪري گورنمينٽ هاءِ اسڪول دادو جي هيڊماستر پي. ڊبليو چيناڻيءَ پرمانند هرداس مل هاءِ اسڪول دادوءَ ۾ مئٽرڪ پاس جي شرط کان سواءِ ئي ڪيس 1949ع ۾ ڊرائنگ ٽيچر مقرر ڪيو. اسڪول ۾ استاديءَ واري زماني ۾ هن هر قسم جي سرگرميءَ ۾ ڀرپور حصو ورتو.

راند جي دنيا ۾ والي بال جا وڏا رانديگر پيدا ڪيائين، جڏهن ته ڊرائنگ جي فن ۾ فتاح هاليپوٽو، عاشق عارباڻي، عيسيٰ مهدي، عباس، جميل ۽ شير محمد سومرو سنڌس نالي وارا شاگرد ٿي رهيا آهن.

مصوريءَ جي فن ۾ ڪيس پورٽريٽ ناهڻ ۾ وڏي مهارت حاصل هئي. وڏي اعتماد سان روبرو وينل ماڻهن جي تصوير پنجن منٽن اندر اسڪيچ ڪري ويندو هو.

جڏهن کان قلندر لعل شهباز جي درگاهه اوقاف کاتي ۾ آئي ته ان سال کان حڪومت طرفان هر سال نمائش جو آغاز ٿيو ته محمد وريل سومري کي خصوصي اسٽال الاٽ ڪيو ويندو هو جتي سنڌس چترڪاريءَ جي شاهڪارن تي ماڻهن جا انبوهه نظر ايندا هئا. اسٽال اڳيان چئلينج سان ماڻهن جا پنجن منٽن اندر پورٽريٽ ناهي ماڻهن کي حيران ڪري ڇڏيندو هو 1977ع ۾ شاهه فيصل جي پاڪستان آمد جي موقعي تي محمد وريل سومري کي اسلام آباد ۾ ٻين وڏن آرٽسٽن سان گڏ گهرايو ويو جتي هن پنجن منٽن اندر شاهه فيصل جو پورٽريٽ تيار ڪري ورتو هن پنهنجي محنت سان قلندر لعل شهباز اوارڊ ۽ ٻيا ڪيترا انعام حاصل ڪيا.

محمد وريل سومري جي جدوجهد سان دادو ضلعي ۾ اسڪائوٽنگ جو رجحان وڌيو ۽ ڏيڍبئج سان گڏ ضلعي دادوءَ جو اسڪائوٽ سيڪريٽري به رهيو. فنون لطيفه سان وابستگيءَ سبب شعر و ادب ۽ موسيقيءَ ۾ به پاڻ ڪي چڱو موڪيائين. تقرير ۽ ڪامينٽري ڪرڻ وقت ظريفانه انداز سان ماڻهن کي مسرور ڪندو هو پاڪستان تحريڪ ۾ مسلم ليگ جو سرگرم ڪارڪن رهيو.

محمد وريل سومري 14 آگسٽ 1993ع تي وفات ڪئي. سنڌس قبر موسن شاهه قبرستان، شاهه آباد، ڇاڻي ۾ آهي.

**سومرو، محمد هاشم**: نامور عالم دين علامه مولانا محمد هاشم سومري، 1843ع ڌاري شهدادڪوٽ ۾ جنم ورتو هن ابتدائي تعليم، استاد العلماءِ مولانا نور محمد جي مدرسي ۾ ورتي ۽ وڌيڪ تعليم ان مدرسي مان ئي حاصل ڪري فارغ التحصيل ٿيو بعد ۾ شهدادڪوٽ جي ويجهو ڳوٺ پرمي ۾ ديني مدرسو کوليو اتي ئي پڙهائڻ لڳو سنڌس مدرسي مان ڪيترائي عالم فيضياب ٿي نڪتا. مولانا محمد هاشم، حضرت مولانا ميان تاج محمد ڪٽبار شريف واري کان بيعت ورتي. پاڻ نماز روزي جو پابند ۽ صوفياءَ ڪرام جي عزت ڪندڙ هو ۽ اڪثر صالحن جي صحبت ۾ رهندو هو. ڳوٺ پرمي جي مدرسي ۾ پڙهائڻ دوران ڪيس مولانا ميان تاج محمد، پنهنجي فرزند ميان گل حسن جي پڙهائڻ لاءِ پنهنجي ڳوٺ ڪٽبار (قلات، بلوچستان) ۾ وٺي ويو ۽ اتي هن ميان گل حسن کي تعليم ڏني ۽ ان جي دستاربندي ڪئي. ان بعد ڪيترا سال رئيساڻين جي جاگير محرم شهر ۾ قاضي ٿي رهيو ۽ بعد ۾ پاڻ ڳڙهي ياسين ۾ اچي مدرسو کوليائين. جنهن ۾ پري پري جا طالب العلم، لاڙ، بلوچستان ۽ افغانستان مان اچي فيضياب ٿيا. مولانا نهايت ئي شفيق طبيعت ۽ درويش صفت انسان هو. مولانا جي شاگردن مان ڪيترائي عالم ۽ فاضل ٿيا. مولانا صاحب ڪيترا ڪتاب تصنيف ڪيا، پر سنڌن تصنيفون اڪثر ضايع ٿي ويون. ڪيس شعر چوڻ ۾ چڱي دسترس هئي، ڪيترين ئي تاريخون سنڌس نظم ۾ چيل آهن.

مولانا محمد هاشم 28 ڊسمبر 1904ع تي وفات ڪئي.

**سومرو، مخدوم محمد اسماعيل**: مخدوم محمد اسماعيل سومرو ترخان دؤر ۾ اگهمر ڪوٽ جو ناليوارو بزرگ ٿي گذريو آهي. سنڌس دؤر ۾ اهو ماڳ اگهمر ڪوٽ جي نالي سان مشهور هو عربن جي دؤر کان اڳ ان جاءِ تي قلعو اڏيل هو. جنهن جا نشان اڄ به موجود آهن. هن وقت اهو ماڳ 'اگها ماڻي جي مقام' جي نالي سان سڃاتو ٿو مخدوم محمد اسماعيل شاهوڪار ۽ سخي هو وٽس ڪيترا ماڻهو فيض حاصل ڪرڻ لاءِ ايندا هئا. جن لاءِ هر وقت لنگر جاري رهندو هو. پاڻ هميشه جون جي ماني کائيندو هو سنڌس مريدن ۾ پاٽولي ذات وارن جو گهڻو تعداد هو مخدوم محمد اسماعيل جي نياڻي به وڏي بزرگ هوندي هئي. هن بزرگ 1579ع ڌاري وفات ڪئي. سنڌس مزار اگهاماڻيءَ جي مقام ۾ آهي. سنڌس مزار تي مجاور ميان ذات جا آهن. جيڪي جوڻ ۽ تح باغ کان لڏي اگهاماڻيءَ ۾ سڪونت پذير ٿيا.

**سومرو، منور علي**: منور علي ولد محمد سليمان سومرو، 9 مئي 1968ع تي ڳوٺ پاڳو ديرو، تعلقي ڪنڊياري ۾ جائو ابتدائي تعليم پنهنجي ڳوٺ مان حاصل ڪيائين. مئٽرڪ دادو مان ڪري انٽر بي. اي ۽ ايم. اي جون ڊگريون حاصل ڪري چڪو آهي. هن فن جي شروعات 1983ع ۾

ڪئي. منور سومرو اڄ تائين 30 کن ڊراما سنڌ جي مختلف شهرن ۾ ڪري چڪو آهي، جن ۾ دوا اندر دم ٻاهر، ڇڙها ڇڳاهون، شادي ٻاٻي جي محبت زنده آباد، ڏنو پٽ ڇتي جو ۽ ماسات شامل آهن. منور سومري جون 4 آڊيو ڪيسٽون بازار ۾ اچي چڪيون آهن. ڪيس فني مجتا طور آرٽس ڪائونسل آف پاڪستان ڪراچيءَ ۾ اوارڊ ڏنو ويو. ان ڪانسواءِ سنڌي ادبي سنگت شاخ دادو طرفان بہ سرٽيفڪيٽ ڏنو ويو آهي. منور سومري جو ڪيترين ئي سماجي ۽ ثقافتي تنظيمن سان واسطو آهي، جن ۾ سنڌو ويلفيئر اينڊ ڪلچرل آرگنائيزيشن سواڪا، آل فنڪار ويلفيئر ايسوسيئيشن ۽ ٻين تنظيمن جو عهديدار ۽ ميمبر رهيو آهي. هن ڪي. ٽي. اين تي بہ مختلف ڪردار ادا ڪيا آهن.

**سومرو، مير محمد مقبول، پروفيسر**: تعليمدان ۽ ليکڪ مير مقبول سومري، 3 جون 1946ع تي هنگورجا، ضلعي خيرپور ميرس ۾ جنم ورتو. هن مئٽرڪ 1964ع ۾ هنگورجا مان پاس ڪئي. 1966ع ۾ پرائمري استاد مقرر ٿيو. نوڪريءَ دوران هن تعليم جو سلسلو پرائيويٽ طور جاري رکيو. اهڙيءَ طرح 1977ع ۾ هن ايم. اي مذاهب عالم ۾ پاس ڪري ورتي ۽ سنڌ يونيورسٽيءَ ۾ هن جي پهرين پوزيشن آئي. پوءِ اسلامڪ



ڪلچر ۾ ايم. اي جو امتحان فرسٽ ڪلاس ۾ پاس ڪيائين. جيئن تہ ڪيس گهر ۾ اسلامي نوعيت جا ڪتاب ذاتي لائبريريءَ ۾ اڳي ئي موجود هئا، ان ڪري هن مولوي فاضل عربي بہ پاس ڪري ورتي. ان بنياد تي 1984ع ۾ ڪيس عربي ٽيچر مقرر ڪيو ويو. اتان ڇڏي وري پرائمري ٽيچر مقرر ٿيو. 1985ع ۾ سنڌ يونيورسٽيءَ جي ماڊل اسڪول حيدرآباد ۾ ليڪچرار مقرر ڪيو ويو. 3 جون 2006ع تي عمر سٺ سال پوري ٿيڻ تي پروفيسر طور رٽائر ڪيائين. رٽائرمينٽ ڪانپوءِ هي لکڻ پڙهڻ جي ڪم ۾ مصروف ٿي ويو. هن پنهنجي زندگيءَ دوران ڪيترائي ڪتاب لکيا آهن. سندس ڪيترائي مضمون اخبارن ۽ رسالن ۾ شايع ٿي چڪا آهن.

مير محمد مقبول سومرو هڪ استاد سان گڏ پلوڙ ليکڪ، شاعر ۽ انگريزي سميت مشرقي لسانيات جو ڄاڻو آهي. قلندر شهباز ۽ شاهہ لطيف تي لکيل سندس مقالا، ثقافت کاتي، حڪومت سنڌ جي ڇپايل ڪتابن ۾ شايع ٿي چڪا آهن. هن جي اهم تصنيفن ۾: (1) 'تاريخ هنگورجا'، (2) 'رياض القرآن'، (3) 'جذبات مقبول'، (4) 'سوغات مقبول'، (5) 'فضائل شب قدر'، (6) 'دستور الاسلاف في اصلاح الا خلاف' (اردو) ۽ (7) 'موتين جي مالها' (سوانح حيات مولانا الله بخش سومرو) شامل آهن.

**سومرو، نذير احمد، پروفيسر**: مشهور نقاد ۽ اُستاد. پروفيسر نذير احمد سومرو، 21 نومبر 1948ع تي، پيرجي ڳوٺ، نئين ديري ۾ ڄائو. هن جو والد عبدالحميد سومرو ۽ چاچو در محمد سومرو عليڳڙهہ جا تعليم يافتہ هئا ۽ سڄي عمر تعليم جي پيشي سان لاڳاپيل رهيا. اُن ڪري نذير احمد سومري جي تربيت پڙهيل ڳڙهيل ماحول ۾ ٿي. پرائمريءَ کان مئٽرڪ تائين نئين ديري ۾ پڙهيو. انٽر گورنمينٽ ڊگري ڪاليج لاڙڪاڻي مان ڪرڻ بعد 1966ع ۾ سنڌ يونيورسٽي، ڄام شوري مان بي. اي ڪيائين، جتان ئي 1970ع ۾ پوليٽيڪل سائنس ۾ ايم. اي ڪيائين.



نذير احمد سومري پنهنجي ڪيريئر جي ابتدا 1969ع کان سيڪنڊري استاد طور واره هاءِ اسڪول کان ڪئي. بعد ۾ سنڌ پبلڪ سروس ڪميشن جو امتحان پاس ڪري 1975ع ۾، ڊگري ڪاليج دادوءَ ۾ ليڪچرر ٿيو.

هن جي ادبي تربيت ۾ نئين ديري ۾ ذوالفقار راشديءَ ۽ دادوءَ ۾ استاد بخاريءَ جي صحبت ۽ ويجهڙائپ جو وڏو هٿ رهيو. نئين ديري ۾ امام راشديءَ ۽ منظار سولنگيءَ سان بہ سندس صحبت رهي. اهڙيءَ ريت دادوءَ ۾ ملازمت دوران سندس سيد حاڪم علي شاهہ بخاري، محسن ڪڪڙائي، نواز رڪڻائي ۽ احمد خان مدهوش سان ويجهڙائي رهي. اٿين ادب سان سندس لڳاءُ وڌندو رهيو ۽ وسيع مطالعي جو صاحب رهيو. اردو اديبن مان سندس مسلم شميم، سيد مظهر جميل ۽ ظاهر نوريءَ سان واسطا رهيا. نئين ديري ڪاليج ۾ ملازمت دوران ڪاليج جي مسلنيءَ جي اردو ڀاڱي جو ايڊيٽر پڻ رهيو.

هن نهايت دير سان عمر جي آخري حصي ۾، 2000ع ڌاري قلم کنيو ۽ تنقيد ۽ تجزئي نگاريءَ ۾ نالو ڪڍيائين. سندس تنقيدي ۽ ادبي ڪم ڪي ڪافي ساراهيو ويو، جنهن منجهس وڌيڪ حوصلو پيدا ڪيو. سندس تجزيا ۽ تنقيدون مختلف رسالن ۾ ڇپجندا رهيا. خاص ڪري 'پهاڪن جي پاڙ' (عبدالڪريم سنديلو)، 'خيمي ۾ شام' (نصير مرزا)، 'در در ئوڪر ڪائي' (ڊاڪٽر مبارڪ عليءَ جي آتم ڪٿا)، 'مارو جي ملير جا' (خادم حسين چانڊيو)، 'ياد گهر' (ڪوثر ٻرڙو) ڪتابن تي سندس تنقيدون ڪافي پسند ڪيون ويون. هن نجم عباسي، نياز همايوني، استاد بخاريءَ ۽ ٻين جديد اديبن ۽ شاعرن جي ادبي ڪم ۽ شاعريءَ جا بهترين تجزيا پڻ لکيا.

پروفيسر نذير احمد سومري، 8 ڊسمبر 2005ع تي وفات ڪئي. سندس وفات ڪانپوءِ، انجنيئر عبدالوهاب سهتي، پروفيسر نذير احمد سومري جون تنقيدون ۽ تجزيا، مختلف رسالن مان هٿ ڪري سندس ڪتاب 'تنقيد ۽ تجزيا' عنوان سان، ڊاهپ پبليڪيشن، لاڙڪاڻي پاران 2003ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو آهي.

**سومرو، نصير** [1]: پاڪستان جي تاريخ ۾ ڊگهي ماڻهوءَ جو اعزاز حاصل ڪندڙ نصير سومري جو تعلق سنڌ سان آهي. هن کان اڳ ڊگهي ۾ ڊگهو قد رکندڙ عالم چنو به سنڌ جائو، سيوهڻ جائو هو. جڏهن ته نصير سومري، 1974ع ۾، شڪارپور شهر جي هڪ غريب گهراڻي ۾ جنم ورتو. هي جڏهن اٺن سالن جي عمر کي پهتو ته هن جي قد ۾ اوچتو غير معمولي واڌ ٿيڻ لڳي، جنهن سنڌس گهروارن کي پريشانيءَ ۾ مبتلا ڪري ڇڏيو ۽ هنن ڊاڪٽرن سان مشورو ڪيو، جن کين ٻڌايو ته نصير جي هارمونس ۾ تيزيءَ سان واڌ ٿي رهي آهي، جنهن کي دوائن رستي روڪڻ سان هن جي زندگي ۽ صحت کي نقصان رسي سگهي ٿو. اهڙيءَ ريت هن جي قد ۾ اضافو ٿيندو رهيو ۽ کوڙ سارين مشڪلاتن ۾ مبتلا ٿيندو ويو. وڏي قد سبب اسڪول ۽ ڪاليج ۾ ڪيس سدائين پوئينءَ بينچ تي ويهاريو ويندو هو ۽ گهر ۾ کٽ تي سمهي نه سگهندو هو. جنهنڪري



گهروارن هن لاءِ کاٽ جو صندل ٺهرايو. اهڙيءَ ريت هن ڪيترين ئي مشڪلاتن کي منهن ڏيندي گريجوئيشن ڪئي. گريجوئيشن ڪانپوءِ نوڪريءَ جي تلاش ۾ ڪراچيءَ جو رخ ڪيائين، پر ڪيس نوڪري نه ملي. ان دوران سيد عبدالله شاهه جي وڏ وزارت واري دور ۾ هڪ پيري شڪارپور ۾ شاهه صاحب ڪيس ڏٺو ۽ ڪيس ڪراچيءَ اچڻ لاءِ چيائين. سيد عبدالله شاهه ڪيس چيف منسٽر هائوس ۾ نوڪري ڏني، جتي ڪيس هر سهولت حاصل هئي ۽ هن پنهنجو وقت چڱيءَ ريت گذاريو. پر جڏهن پيپلز پارٽيءَ جي حڪومت ختم ٿي ته ڪيس نوڪريءَ مان ڪڍيو ويو. نصير سومرو هڪ پيري محترمه بينظير ڀٽو جي دعوت تي دبئيءَ به ويو هو ۽ محترمه جي سالگرهه ۾ شريڪ ٿيو جتي بينظير صاحبه ساڻس واعدو ڪيو هو ته هوءَ اقتدار ۾ اچي ڪيس نوڪري ڏيندي.

نصير سومرو هڪ غير معمولي شخص آهي، هن اڌ کان مٿي دنيا گهمي ڏٺي آهي. ڪيس پنهنجي ڌرتيءَ سان بي پناهه محبت آهي، جڏهن جپان جي هڪ خوبصورت ڇوڪريءَ ساڻس شادي ڪرڻ ۽ جپان ۾ رهڻ جي خواهش ظاهر ڪئي ته نصير انڪار ڪيو ۽ پنهنجي مادر وطن ۾ رهڻ کي ترجيح ڏني.

نصير سومري 1999ع ۾ هڪ دوست جي مدد سان پاڪستان ۾ موجود گنيز بڪ وارن سان رابطو ڪيو ته هو دنيا جو هن وقت وڏي قد وارو ماڻهو آهي. ڪيس انگلنڊ موڪليو ويو، جتي اڳ ۾ ئي ٽيونس جو هڪ ڊگهي قد وارو ماڻهو آيل هو. جنهنڪري نصير سومري کي پاڪستان جي وڏي ۾ وڏي قد واري ماڻهوءَ جو اعزاز مليو. هن اهڙيءَ ريت 2000ع جو اعزاز ۽ سرٽيفڪيٽ حاصل ڪيو. سنڌس قد 7 فوٽ 8 انچ آهي. هن اعزاز ڪانپوءِ پاڪستان جي هڪ چمڙي جي مصنوعات واري ڪمپني ڪيس هانگ ڪانگ ۾ بين الاقوامي نمائش ۾ وٺي وئي، جتي هو پاڪستان جي اسٽال تي موجود رهيو ۽ ڪمپنيءَ کي وڏو فائدو رسيو. ان ڪانپوءِ ڪيس هڪ بنگالي شو آرگنائيزر بنگلاديش وٺي ويو. پر اتي شو نه ٿيڻ جي صورت ۾ ڪيس ايئرپورٽ تي ڇڏي کسڪي ويو. جڏهن اتان جي حڪومت کي خبر پئي ته ڪيس مهمان ڪري رهايو ويو ۽ تحفا سوکڙيون ڏئي پاڪستان روانو ڪيو ويو. نصير سومري هڪ عام ماڻهوءَ وانگر هڪ ڇوڪريءَ سان عشق ڪيو پران جي شادي ٿي وئي، جنهنڪري هن سڄي زندگي ڪنواري رهڻ جو فيصلو ڪيو.

نصير سومرو شلوار قميص 14 ميٽرن جي ٺهرائيندو آهي ۽ هن جي بوٽ جي سائيز 19 انچ آهي، جيڪو اسپيشل آرڊر تي ٺهرائيندو آهي. هن جو وزن 200 پائونڊ آهي. هن وقت شڪارپور ۾ رهائش پذير آهي.

**سومرو، نصير** [2]: شاعر ۽ اديب نصير سومري جو پورو نالو نصير احمد سومرو ولد مولوي الله بخش سومرو آهي. سنڌس جنم 28 مارچ 1964ع تي خيرپورميرس ضلعي جي شهر سيئارجا ويجهو ڏيپارجا ۾ ٿيو. نصير سومري پيدائش جي ڪجهه عرصي کان پوءِ سنڌس والدين ڏيپارجا کان پريرو 'هنگورجا' ۾ اچي آباد ٿيا، جتي هن مئٽرڪ تائين تعليم، عربي صرف و نحوءِ اسلامي/ ديني تعليم پنهنجي والد کان ۽ فارسيءَ جي تعليم مولوي عطا محمد سهتي کان حاصل ڪئي. ابتدائي تعليم مڪمل



ڪرڻ کان گورنمينٽ ڊگري ڪاليج، ڪنڊياري مان انٽر پري انجنيئرنگ جو امتحان پاس ڪيائين، جنهن بعد 1984ع کان 1988ع ڌاري مهراڻ يونيورسٽي آف انجنيئرنگ اينڊ ٽيڪنالاجي ڄامشوري مان گريجوئيشن ڪيائين. 1989ع ۾ پاڪستان اسٽيل مِل ۾ 'ٽريني انجنيئر' طور شموليت ڪيائين. ٽريننگ مڪمل ڪرڻ ڪانپوءِ ڪيس اسسٽنٽ ايگزيڪيوٽو انجنيئر مقرر ڪيو ويو. اڳتي هلي ناچاڪيءَ سبب استعيفا ڏنائين. 1999ع ۾ 'اوپن هارٽ سرجريءَ' ذريعي سنڌس دل ۾ ٻه مصنوعي والو (Valves) نصب ڪيا ويا. 12 جون 2000ع تي هن آزاد ليکڪ/صحافيءَ طور پرنٽ ميڊيا ۾ شموليت اختيار ڪئي. هن پهريان روزاني 'سُڪار' ۾ سب ايڊيٽر ۽ ترجمي نگار طور ڪم ڪيو. جنهن ڪانپوءِ انگريزي اخبار روزاني 'سنڌ ٽائيمز' ۽ سنڌي اخبار روزاني 'برسات' ۾ ڪم ڪيو. ٻوليءَ ۽ ادب جي ڄاڻ هئڻ ڪري آڪسفورڊ يونيورسٽي پريس طرفان شايع ڪيل آڪسفورڊ انگلش- سنڌي ڊڪشنريءَ

۽ ايڊيٽر ۽ پروف ريڊر طور ڪم ڪيائين. سندس نالو ڊڪشنري جي ايڊيٽوريل سٽ ۾ شامل آهي. ادب ۾ سندس سڃاڻپ شاعر، ڪالم نگار، تنقيد نگار، صحافي ۽ ليکڪ طور آهي. سندس شاعريءَ جا ٽي مجموعا: (1) 'پرهه ڦٽيءَ جا ماڪ ڦڙا' (1997ع)، (2) 'ورڪا نيڻ وسن' (1999ع)، (3) 'جرتي ڪنول جيئن' (2008ع) شايع ٿيل آهي. تنقيدي مضمونن ۽ ادبي شخصيتن بابت سندس نثري ڪتاب 'شاعراڻا ويچار' (2013ع) به ڇپجي چڪو آهي. نصير سومري اردوءَ ۾ به شاعري ۽ ڪالم نگاري ڪئي آهي. هن وقت ڪراچيءَ ۾ رهائش پذير آهي.

**سومرو، نيڪ محمد**: نيڪ محمد سومري، ضلعي جيڪب آباد جي ڳوٺ، ميرپور برڙي ۾، 4 اپريل 1961ع تي جنم ورتو. پاڻ پيشي جي



لحاظ کان سرڪاري ملازم آهي. سندس تعليم ايم. اي آهي. هن پرائمري ۽ مئٽرڪ ميرپور برڙي مان پاس ڪري ڪانپوءِ سرڪاري ملازمت اختيار ڪئي ۽ وڌيڪ تعليم ملازمت دوران ئي حاصل ڪئي. اڄڪلهه سنڌ حڪومت جي ناٽي کاتي ۾ سيڪشن آفيسر طور ڪم ڪري رهيو آهي ۽ سندس مستقل رهائش ڪراچيءَ ۾ آهي. سنڌ ۽ سنڌ جي ماڻهن سان دلي لڳاءُ رکي ٿو ۽ سندن خدمت ۾ رڌل رهي ٿو. سرڪاري کاتن ۾ ڪم ڪار سانگي آيل عام ماڻهن توڙي ملازمن جي رهنمائي ڪندو رهندو آهي. سندس چوڻ آهي ته 'جائز ڪم ترت ٿيڻ کپن ۽ ناجائز ڪم نه ٿيڻ گهرجن'.

نيڪ محمد سومرو، سنڌ ۽ سنڌي ماڻهن جي موجوده ابتر حالت، خاص ڪري سرڪاري ادارن ۾ ڪرپشن ۽ سنڌي ماڻهن جي بي حسيءَ تي فڪرمند رهندو آهي. سندس خواهش آهي ته سنڌ جا ماڻهو پنهنجون صلاحيتون ڪم آڻي، زندگيءَ جي هر شعبي- ديني توڙي دنيويءَ ۾ ترقي ڪن، ڌرتيءَ جي وسيلن جي پاڻ مالڪي ڪن، اسڪولن، مدرسن ۽ مسجدن کي آباد ڪن.

سومري صاحب کي علم ۽ ادب سان تمام گهڻو چاهه آهي. شاعري به ڪندو آهي. سنڌي ٻوليءَ بابت تاريخي حقيقتن جي غلط اشاعت تي سخت تنقيد ڪندو آهي. ايتريقدر جو سال 1985ع ۾ شايع ٿيل عام معلومات واري ڪتاب Who is who and what is what ۾ دنيا جي وڏين ٻولين جي شاعرن واري باب ۾، شاهه عبداللطيف ڀٽائيءَ جو نالو نه ڏسي ڪتاب جي مصنف کي تنقيدي خط لکيائين، جنهن سانگي ڪتاب جي 1986ع واري ڇاپي اشاعت ۾ شاهه عبداللطيف ڀٽائيءَ جو نالو سنڌي ٻوليءَ جي اهم شاعر طور شامل ڪيو. اهڙيءَ طرح ماضيءَ ۾ بي. بي. سي لنڊن تان 'سنڌي سروس' هلائڻ لاءِ به لکپڙهه ڪندو رهيو.

نيڪ محمد سومري، دنيا جو ننڍي ۾ ننڍو ۽ آسان ترين ڪئلينڊر 'ايڪهين صدي ڪئلينڊر' تيار ڪيو آهي، جنهن جي استعمال جو طريقو دنيا جي ڇهن ٻولين: سنڌي، اردو، انگريزي ۽ عربيءَ ۾ ڏنو ويو آهي، جنهن جي ذريعي اهو معلوم ڪري سگهجي ٿو ته گذريل سؤ سالن ۾ ڪنهن به تاريخ تي ڪهڙو ڏينهن هو. اهو سنڌيءَ ۾ ڇپيل هڪ منفرد ڪئلينڊر آهي، جيڪو سنڌي لئنگئيج اٿارٽيءَ ڇپائي پڌرو ڪيو آهي.

**سومرو، وسيم**: نئين ٽهيءَ جي ناليواري شاعر وسيم سومري جو اصل نالو محمد خان ولد محمد حسن سومرو آهي. سندس جنم 16 نومبر 1963ع تي ٽنڊي آدم ضلعي سانگهڙ ۾ ٿيو. سندس تعليم، ايم. اي سنڌي ۽ ايم. ايڊ آهي. 1984ع کان



تعليم کاتي ۾ استاد طور پنهنجا فرض نڀائي رهيو آهي. هن لکڻ جي شروعات 1978ع کان ڪئي، جڏهن پاڻ اجا نائين درجي ۾ پڙهندو هو. هن ڪيترائي ڪالم ۽ مضمون به لکيا آهن. پر ادب ۾ سندس اصل سڃاڻپ شاعري آهي. سندس شاعريءَ ۾ وطن دوستيءَ ۽ رومانيت جي جهلڪ نمايان نظر اچي ٿي. هن شاعريءَ ۾ ٻولي عام فهم ۽ تشبيهون ۽ استعارا نهايت موزون استعمال ڪيا آهن. سندس شاعريءَ جي ڇپيل ڪتابن ۾: (1) ياد جي نيري ندي (1996ع)، (2) سچ جي چاندي (1997ع) ۽ (3) پاڻي (هائڪن تي مشتمل ڪتاب: 2005ع) شامل آهن.

وسيم سومري کي مختلف علمي ۽ ادبي تنظيمن ۽ ادارن کان ڪيترائي مڃتا طور اوارڊ ۽ سرٽيفڪيٽ وغيره مليل آهن.

وسيم سومري کي ڪتاب 'ڏيئا ڏيئا لاٽ اسان' جي مهاڳ ۾ شيخ اياز غزل جو پختو شاعر قرار ڏيندي، سندس شاعريءَ جي ساراهه ڪئي آهي. وسيم سومرو عظيم ڪالوني، نوابشاهه ۾ رهائش پذير آهي.

**سومري ڏنڊ**: ماضيءَ جي هيءَ آباد ڍنڍ عمرڪوٽ شهر جي اوير ۾ هئي. جيتوڻيڪ هن وقت هيءَ ڍنڍ سڪي پنهنجو وجود وڃائي چڪي آهي، پر پوءِ به اُن جا آثار ڳولي سگهجن ٿا.

**سومل**: سومل سنڌ جي مشهور لوڪ داستان مومل راڻي جو هڪ اهم ڪردار آهي. سومل ميرپور ماٿيلي جي راجا نند جي ڌيءَ ۽ مومل جي ڀيڻ هئي. لوڪ داستان ۾ سومل جو ڪردار هڪ ذهين ۽ هوشيار عورت وارو رهيو آهي، جيڪا پنهنجي پيءَ جي وڃايل خزاني جو پورائي لاءِ مومل کي ساڻ ڪري ڪاڪ نديءَ جي ڪناري طلسماتي محل اڏي وڃي ويٺي ۽ گهڻيءَ حرفت ۽ هوشياريءَ سان شهزادن ۽ راڻن کي مات ڪري، پيءَ جي گم ٿيل خزاني کان وڌيڪ مال ميڙيائين. روايتن ۾ سومل کي سياڻي، جادوءَ جي فن جي ماهر ۽ ذهين عورت سڏيو ويو آهي. مومل راڻي جي داستان ۾ سومل جو ڪردار ان ڪان وڌيڪ اهميت جو حامل ان ڪري به آهي، جو جڏهن مومل ماڻڻ ڪانپوءِ راڻو ڪجهه ڏينهن لاءِ پنهنجي ملڪ موٽي ويو ته اتي همير سومري ڪيس قيد ڪيو ۽ گهڻا

ڏينهن گذري وڃڻ ڪري مومل، مينڌري جي جدائيءَ ۾ اداس ۽ اهاڻڪي رهڻ لڳي. ڪيس آٿت ڏيڻ لاءِ سومل مرداڻو ويس پهري ساڻس ڪٽ تي سمهندي هئي. هڪ رات راڻو اوچتو اچي نڪتو ۽ مومل سان گڏ ڪٽ تي سومل کي مرداڻي ويس ۾ ستل ڏسي شڪ جو شڪار ٿي، رُسي هليو ويو ان حال ۾ سومل جو ڪردار هن داستان کي اهم موڙ ڏيندڙ ڪردار بڻجي ٿو.

روايتي شاعريءَ ۾ سومل جي ڪردار کي شاعرن ڳايو آهي، پر ڪلاسيڪي شاعريءَ ۾ سومل جو ڪردار خاص نه ٿو ملي. شاهه جي گنج جي سُر مومل راڻي ۾ هڪ ٻن بيتن ۾ سومل جو حوالو ملي ٿو:

مومل، سومل، سهجان، ٽيئي وڃن جي وَرا،
ان کي زورا زربفت جا، پيا سهڄڻ سون ڪنا،
لڏن لبوڙين ڪنڌين، ان جو پَٽن پوءِ پڙاءُ،
جن پيتو ڪاڪ تڙا، سي لوڏي لاڪيڏا ٿيا.

(مومل راڻو مرزا ممتاز، شاهه جو گنج، ص: 794)

مومل، سومل، سهجان، مرادي منجهن،
ٻيٽيون راجا نند جون، چاڳي پر چلن،
راڻو مٿان تن، اوچتو ئي آئيو!

(مومل راڻو مرزا ممتاز، شاهه جو گنج، ص: 794)

هي ٻئي بيت شاهه جي رسالي- گنج ۾ شامل آهن، جڏهن ته اڪثر رسالن ۾ نه ٿا ملن.

**سومنات** (ماڳ): دوارڪا وانگر سومنات به ڪنهن وقت سمنڊ جي ڪناري هڪ وڏو بندرگاهه هوندو هو جنهن جو سومنات پرڀاس جي نالي سان تاريخ ۾ ذڪر موجود آهي. هي ماڳ '53 °20 ڊگريون ترويڪرائي ڦاڪ ۽ '24 °70 ڊگريون ويڪرائي ڦاڪن تي، گجرات ۾ موجود آهي.



هن ساموندي بندر جي پرسان ئي سومنات جو مشهور ۽ قديم مندر هو هي مندر، شِوَ سان منسوب هو جتي چنڊ جي پوڄا ٿيندي هئي. هن ماڳ، جي پهرين کوٽائي بڙودا يونيورسٽيءَ جي آرڪيالاجي ٽيم ڪرائي، جنهن ۾ ٻڌايو ويو ته هن ماڳ مان 2 هزار ق. م جا آثار مليا آهن. هن ماڳ جي پهرين کوٽائي 1956ع ۾ آرڪيالاجي ڊپارٽمينٽ ۽ بڙودا يونيورسٽيءَ گڏجي ڪئي، جڏهن ته ٻيو پيرو کوٽائي 1971ع کان 1976ع تائين دکن ڪاليج پوني طرفان ڪرائي وئي. کوٽائيءَ دوران آرڪيالاجيءَ جي عالمن هن ماڳ کي چئن دورن ۾ ورهايو آهي، جن جو مختصر ذڪر ڪجي ٿو:

**پهريون دؤر:** پهرئين دؤر جي سڃاڻپ کهري ڳاڙهي پوري ٺڪر سان ٿئي ٿي، جنهن سان ڳاڙهي ليڪي وارو، ڳاڙهي تي ڪاري ليڪي وارو جاتل سڃاتل ٺڪر ملي ٿو جيڪو سنڌو تهذيب جي دؤر وارو ٺڪر آهي. ڳاڙهي ٺڪر جي بناوت سهڻي ۽ اوج سنهي آهي. هي ٺڪر گجرات ۾ پوئين سنڌو دؤر (1500 ق. م) جي سڃاڻپ رکي ٿو.

**ٻيو دؤر:** ٻئي دؤر جي سڃاڻپ هتان جو خاص پرڀاسي ٺڪر (Prabhas ware) آهي. هي ٺڪر به بناوت ۾ سهڻو ۽ اوج ۾ سنهو آهي. هن تي گلابي يا نارنگي رنگ جا ليڪا ڏنل آهن. وقت گذرڻ سان ٺڪر جو رنگ مٽجي پورو ٿي پيو آهي. ان جو سبب آويءَ ۾ ٿانون پچڻ جو ڪارڻ به ٿي سگهي ٿو هتان ڳنايون ٿالهيون، گندڙا، جن کي گول گول وڏا ڪنا ڏنل آهن، مليا آهن. ان قسم جا ٿانو سنڌو تهذيب جي سيني ماڳن تان مليا آهن. هتان هڪ خاص پيالو مليو آهي، جيڪو اڌ گول نموني ٺهيل آهي، ان کي ڪنا ڪونه آهن. هتان اڏاوتن جا نشان به ملن ٿا. هڪ گهر جنهن جي ماپ 3.8x2.45 ميٽر آهي، اُتي ماڻهن جي رهائش جا آثار ملن ٿا.

**ٽيون دؤر:** هن دؤر ۾ پرڀاسي ٿانون جو سلسلو لاڳيتو آهي، جيڪو ٻئي دؤر کان هليو هو پر هن دؤر جي خاص سڃاڻپ چمڪندڙ ڳاڙهو ٿانو (Lustrous Red ware) آهي، جيڪو هن دؤر ۾ ملي ٿو جيڪو هن دؤر جي خاص سڃاڻپ به آهي. ڪجهه ڪچين جاين جا نشان به ملن ٿا، جن ۾ ڪچيون سرون ۽ گارو استعمال ٿيل آهي. اهڙيون اڏاوتون هرڻيا (Hiranya) نديءَ جي منهن وٽ ملن ٿيون. اڏاوتن مان ملندڙ وٿن مان اندازو لڳايو ويو آهي ته اهي اڏاوتون سرڪاري گودام آهن. هتان هڪ عقيق جو تعويذ به مليو آهي، جنهن جي ٻنهي پاسي تصويرون اڪريل آهن. هڪ پاسي هڪ ئي قطار ۾ 7 ريڊون ۽ ٻئي پاسي هڪ ئي قطار ۾ 5 ريڊون آهن.

**دؤر چوٿون:** هن دؤر واري تهه مان اوائلي تاريخي دؤر جون وٿون مليون آهن، جيئن ڪارو ۽ ڳاڙهو ٺڪرائو وغيره. ٻيون ڪجهه شيون اهڙيون به مليون آهن، جن مان اندازو لڳايو ويو آهي ته هي 'رومن دؤر' جو بندر هو ماڳ جي کوٽائيءَ مان هن ماڳ بابت چئي سگهجي ٿو ته هي بندر هو شهر جو نالو پرڀاس هو اتي ئي سمنڊ ڪناري سومنات جو مندر هو جنهن تي مختلف وقتن ۾ مسلمانن 16 ڪاهون ڪري ان کي تباهه ڪيو (ڏسو: سومنات مندر).

**سومنات** (مندر): مشهور مندر سومنات، هندستان ۾ گجرات جي اولهندي ساحلي ڪناري تي، پرڀاس ڪشترا (Prabhas Kshetra) لڳ ويراول، ضلعي جهوناڳڙهه، مهاراشٽر ۾ '53 °20 ڊگريون اتر ويڪرائي ڦاڪ ۽ '24 °70 ڊگريون ويڪرائي ڦاڪ تي موجود آهي. هي مندر هندستان جي 12 چنڊ ديوتائي مندرن مان هڪ اهم مندر آهي. سومنات لفظ جي معنيٰ آهي: 'چنڊ ديوتا جو راکي'.

شِو پُراڻ موجب، برهما ۽ وشنو ڪائنات جي تخليق بابت پاڻ ۾ شرط لڳائي تہ ڏسون ڪير ٿو اهڙي تخليق ڪري، جنهن جو انت نہ هجي. تڏهن برهما ٽي روشنيءَ جا مينار خلقيا، جن جو ڪو انت ڪونہ هو. تڏهن وشنو پنهنجي هار تسليم ڪئي. جنهن تي برهما، وشنوءَ کي حڪم ڏنو



تہ هو ان جي عبادت ڪندو رهندو. ڇاڪاڻ جو انهن ٽن مينارن مان هيو مينار شوَ (Shiva) جو هو. انهن مينارن کي هندن جي ڪتابن ۾ 'جوتي لڱنا' (Jyoti Ligna) سڏجي ٿو. ڏندڪٿائن موجب جتي جتي بہ شو جو ظهور ٿيو، اهو روشنيءَ جي مينار يعني جوتي لڱنا سان ٿيو. شوَ جا اهڙا ظهور ڪل 24 ٿيا، انهن مان ٻارهن جوتي مينارن کي تمام پوتر سمجهيو ويندو آهي. اهي مينار هندستان جي مختلف علائقن ۾ واقع آهن، جن جي ترتيب هن ريت آهي: (1) سومنات، گجرات ۾، (2) ملڪ ارجن مندر، آندرا پرديش جي علائقي سري سئلم (Srisailam) ۾، (3) مهاڪاليشور مندر اجين ۾، (4) اوم ڪريشور مندر مڌيہ پرديش ۾، (5) ڪيدارنات مندر هماليہ ۾، (6) ڀيماشنڪر مندر مهاراشٽر ۾، (7) وشوانات مندر بنارس ۾، (8) ٽريمباڪيشور مندر مهاراشٽر ۾، (9) وئديانات جوتي گنگا مندر ديوگڙهہ ۾، (10) ناگيشور مندر دوارڪا ۾، (11) راميشور مندر راميشورم، تامل ناڊو ۾ ۽ (12) گرشينشور مندر اورنگ آباد (مهاراشٽر) ۾.

سومنات مندر کي مسلمان حملي آورن طرفان 16 ڀيرا ڊاٺو ويو. اصل سومنات جو مندر گجرات ۾ ولڀي جي بادشاهہ يادوَ تعمير ڪرايو هو، جنهن کي 725ع ۾ سنڌ ۾ مقرر ڪيل عرب دؤر جي گورنر جنيد جي حڪم سان ڊاٺو ويو هو. سومنات مندر جي ٻيهر اڏاوت، ان وقت جي حاڪم ناگ ڀٽ ٻئي (Nagabhata- II)، 815ع ۾ وسيع ايراضيءَ تي ڳاڙهي پٿر سان ڪرائي.

1024ع ڌاري محمود غزنويءَ ٽرواري رستي کان هن مندر تي حملو ڪري ان کي تباهہ ڪيو. جنهن بعد سومنات مندر جي نئين سر تعمير جو ڪم مالوا جي حاڪم گجر پرمار ڀوج ۽ اينهلوارا جي بادشاهہ سولنڪي ڀيمديو (پهرئين) گڏجي ڪرايو. سومنات مندر جي اها تعمير 1026ع کان 1042ع جي وچ ۾ مڪمل ٿي، جنهن ۾ پٿر ۽ ڪاٺ جو نفيس ڪم ڪيو ويو. 1143ع کان 1172ع دورن ان وقت جي هڪ ٻئي حاڪم ڪمار پال ڪاٺ جي جاءِ تي پٿر لڳرايو.

1296ع ڌاري سلطان علاؤالدين خلجيءَ جي فوج هن مندر کي تمام گهڻو نقصان رسايو. حسن نظاميءَ جي لکت موجب، سلطان علاؤالدين طرفان هن حملي ۾ گجرات جي راجا ڪرن کي شڪست ملي، سندس پنجاهہ هزار جي لڳ ڀڳ فوجي سپاهي قتل ٿيا ۽ ويهہ هزار کان وڌيڪ قلعا، مندر ۽ قيدخانا مسلمان فاتحن جي قبضي هيٺ آيا، جن ۾ سومنات مندر بہ شامل هو.

هڪ ڀيرو هي مندر ٻيهر هندن جي حاڪميت هيٺ آيو ۽ سوراشٽر جي چودسامہ بادشاهہ مهيپال ديو 1308ع ۾ هن مندر کي ورِي تعمير ڪرايو ۽ سندس پٽ کنگهار (Khengar) 1326ع کان 1351ع جي وچ ڌاري سومنات مندر ۾ شوَ جو لنگ نصب ڪرايو. جنهن سان هن مندر جي اهميت ۽ عقيدت ۾ اضافو ٿيو. 1375ع ۾ گجرات جي سلطان مظفر شاهہ اول هن مندر تي حملو ڪيو. 1451ع ۾ گجرات جي هڪ ٻئي سلطان محمود بيگڙي حملو ڪري هن مندر کي ڪافي نقصان رسايو. 1701ع ۾ مغل شهنشاهہ اورنگزيب سومنات مندر کي ڊاهي ان جاءِ تي هڪ مسجد تعمير ڪرائي. 1783ع ۾ پوني جي پيشوا، ناگپور جي راجا ڀونسلي، ڪولهاپور جي راجا ڇترپتي ڀونسلي، اندور جي راڻي اهليا بائي هولڪر ۽ گواليار جي راجا شريمنت پٽيل بواشنديءَ گڏيل سهڪار سان مندر جي تباهہ ٿيل آثارن مٿان نئين سر مندر تعمير ڪرايو.

ورهاڱي کان اڳ ڀرپاس پٽڻ، جهوناڳڙهہ جي رياست جو هڪ حصو هو. پوءِ اهڙين ننڍين ننڍين رياستن کي ختم ڪري گڏيل هندستان ۾ شامل ڪيو ويو. ان دوران 12 نومبر 1947ع تي، هندستان جي نائب وزيراعظم سردار ولڀ ڀائي پٽيل سومنات مندر جي نئين سر اڏاوت جو حڪم ڏنو ان ڏس ۾ سردار پٽيل، ڪي. ايم. منشي ۽ ڪانگريسي اڳواڻن مهاتما گانڌيءَ آڏو مندر جي تعميري رٿا پيش ڪئي، جنهن اهو شرط رکيو تہ مندر جي اڏاوت لاءِ گهربل رقم رياستن کان وٺڻ بجاءِ عوام کان ورتي وڃي. گانڌي ۽ سردار پٽيل جي لاڏاڻي بعد مندر جي تعميري ڪم جي سرپرستي ڪي. ايم. منشيءَ ڪئي، جيڪو ان وقت جواهر لعل نهروءَ جي ڪابينا ۾ کاڌ خوراڪ ۽ شهري رسد جو وزير هو. آڪٽوبر 1950ع ڌاري، سومنات مندر جي باقي آثارن کي ڊاهي ۽ اتي موجود مسجد کي ڪجهہ ميلن جي پنڌ تي منتقل ڪيو ويو. مئي 1951ع ۾ هندستان جي پهرئين صدر راجيندر پرساد، سومنات مندر جي پيڙهہ جو پٿر رکيو موجوده سومنات مندر جي حفاظت ۽ انتظامي سرگرمين جي ذميواري شري سومنات ٽرسٽ جي هٿ ۾ آهي. موجوده مندر جي سامهون سردار ولڀ ڀائي پٽيل جي ڪاوشن جي اعزاز ۾ سندس مجسمو پڻ نصب ٿيل آهي.

هن مندر جي اڏاوت (Architecture)، چالوڪا اڏاوت جي نموني جي آهي. هن اڏاوت جي نموني ۾ هندستان جا ڪيئي مندر ٺهيل آهن. اڏاوت جو هي نمونو خاص طور تي گجرات جي سمپوراس (Samporas) رازن جو ايجاد ڪيل آهي. هي مندر اوچائيءَ ۾ 150 فوٽ آهي.

تيرهين صديءَ جي مشهور جاگرافيدان ذڪري القزاوي هن مندر کي ڏٺو ۽ لکيو هو ته، ”سومناٿ سمنڊ جي ڪناري سان هندستان جو خوبصورت شهر آهي. سمنڊ جون لهرون سومناٿ سان ٽڪرائجنديون ڏسبيون آهن. هي مندر اتان جي عجائبات ۾ شمار ٿئي ٿو جنهن ۾ شوَ جو عاليشان بُت رکيل آهي. چوڏهين چنڊ رات هتي زيارتين جي تمام گهڻي پيهه رهي ٿي. موجوده سومناٿ جو مندر 150 فوٽ اوچو آهي، جڏهن ته شڪاري (Shikara) تي لڳل جهنڊي 27 فوٽ اوچي آهي.

**سومناٿ جي سُندري (ڪتاب)**: هي محمد عثمان ڏيپلائيءَ جو ناول آهي، جيڪو هن سلطان محمود غزنويءَ جي سومناٿ تي حملن جي تناظر ۾ لکيو آهي. هي ناول 88 صفحن تي مشتمل آهي، جيڪو 1950ع ڌاري اسلاميه پرنٽنگ پريس حيدرآباد ۾ ڇپيو. ڪرائون سائيز جي هن ڪتاب جي قيمت 0-12-0 آنا آهي. هن جو پهريون ايڊيشن سيپٽمبر 1944ع ۾ هاشمي پريس حيدرآباد ۾ ڇپيو، جنهن جي قيمت 10 آنا هئي.

**سون** (Gold): سون هڪ ڪيميائي عنصر آهي، جنهن جي علامت (symbol) ’Au‘ آهي ۽ ان جو ائٽمي نمبر 79 آهي. سون جو لاطيني نالو Aurum آهي، جنهن جي معنيٰ آهي ’چمڪندڙ پرهه‘ (Shining Dawn). هي گهاٽو، نرم ۽ مڙندڙ ڌاتو آهي، جيڪو چمڪندڙ پيلي رنگ جو ٿئي ٿو ڪيميائي طور سون هڪ تبديل ٿيندڙ ڌاتو آهي ۽ يارهين گروپ جو عنصر آهي.



سون، درياهن جي واريءَ مان، سمنڊ مان، جبلن مان ۽ زمين جي تهن اندران ملندو آهي، جيڪو زمين جي اندر ٿامي ۽ شيهي سان مليل هوندو آهي. سڄي دنيا ۾ سون جي جملي پيداوار اٽڪل 50 ڪروڙ ٽراءِ آئونس آهي، جنهن جو 85%، ڏکڻ آمريڪا مان لڀي ٿو چانديءَ يا ٻئي ڪنهن ڌاتوءَ تي سون جو پاڻي چاڙهبو آهي ته اهو ڌاتو بلڪل سون وانگر چمڪڻ لڳندو آهي، پر ان جي رنگ ۾ تبديلي اچي ويندي آهي، جڏهن ته نج يا خالص سون جو رنگ چمڪندڙ پيلو هوندو آهي. سون جو رجڻ پد 23°C (Thermal Expansion) ڊگري سينٽي گريڊ آهي. سون جي خالص صورت تيزابي، خالص سون کي 24 قيراط (Carat) جو سون چيو ويندو آهي. سون جي پرک/ سڃاڻپ جو بنيادي نالو قيراط آهي. 24 قيراط جو خالص سون شوري جي تيزاب ۾ حل نه ٿيندو آهي، تنهنڪري ان سون کي تيزابي سون چيو وڃي ٿو. پر ٽن حصن شوري جي تيزاب ۽ هڪ حصي لوڻ جي تيزاب ۾ خالص سون حل ٿي ويندو آهي. اهو سون هوندو آهي، جنهن مان زيور به ٺاهي سگهبا آهن. جيڪڏهن سون ۾ چاندي، ٽامو يا ٻي ڌاتُ ملائبي ته ملاوٽ جي مقدار جي مطابق ان کي 22 قيراط، 21 قيراط، 16 قيراط، 14 قيراط يا 12 قيراط وغيره جي نالي سان سڏيو ويندو آهي. 12 قيراط جي سون ۾ 50% (پنجاهه سيڪڙو) ملاوٽ هوندي آهي. زيور عام طور 22 قيراط جا ٺاهيا ويندا آهن. يعني زيور جو خالص سون 22 قيراط تصور ڪيو ويندو آهي. دنيا ۾ سڀ کان پهرين 1527ع ڌاري 22 قيراط جا سونا سڪا ٺاهيا ويا. 1487ع کان اڳ 18 قيراط جا سونا سڪا به جاري ڪيا ويا هئا، تنهنڪري 27 قيراط جو سون، جنهن مان اشرفيون ٺاهيون وينديون آهن. اهو گهڻوڪري زيورن ۾ استعمال ڪيو ويندو آهي. قديم دؤر ۾ يونان،



مصر، روم ۽ سنڌو ماٿريءَ جا ماڻهو سون جو استعمال ڪندا هئا. سون هڪ بين الاقوامي سڪو سمجهيو ويندو آهي. سون کي ٻن طريقن سان جاچيو ۽ پرکيو وڃي ٿو پهريون طريقو اهو آهي، جنهن ۾ ’ڪسوٽي‘ استعمال ڪئي ويندي آهي. ’ڪسوٽي‘ هڪ ڪاري رنگ جي پٿر سان ڪبي آهي، جنهن تي ڪو به تيزاب اثر نه ڪندو آهي. ان پٿر تي خالص سون ۽ زير تحقيق سون جي ليڪ ٺاهي ويندي آهي ۽ ٻنهي ليڪن جي ڀيٽ ڪبي آهي، جيڪڏهن ٻئي ليڪون هڪ جهڙيون هونديون ته خالص سون چئبو، پر جي نه هونديون ته سون ۾ ٽامو مليل آهي، يا وري اڇاڻ مائل هجي ته چاندي مليل آهي. ٻيو طريقو هي آهي ته زير تحقيق سون جي وزن جي برابر چاندي ڪٺي ٻنهي کي ڳاري پاڻ ۾ ملائي ۽ پوءِ ان مرڪب کي ٽڏو ڪري شوري جي تيزاب ۾ وجهبو. سون ۾ موجود چاندي ۽ ٻيون ملاوتون ان تيزاب ۾ حل ٿي وينديون ۽ خالص سون تري ۾ ويهي رهندو. سون مان ڪيترائي طبي فائدا به آهن. يوناني طب ۾

سون جا ورق. جسماني توانائيءَ کي برقرار رکڻ لاءِ مختلف دوائن ۾ استعمال ڪيا ويندا آهن. انگريزي دوائن ۾ ناسور، ڦٽن، ڦرڙين ۽ ٻين ڪيترين چمڙي جي بيمارين لاءِ سون جو استعمال ڪيو ويندو آهي. سون ڏندسازيءَ ۾ به استعمال ٿيندو آهي. 14 قيراط جو سون ڪن خاص فائونٽين پينن جي نبن ۾ به استعمال ڪيو ويندو آهي. خلائي سفر لاءِ خلائي گاڏين جي مختلف پرزن ۾ پڻ سون جو استعمال ٿيندو آهي ته جيئن انهن تي موسم جو اثر نه ٿي سگهي. زيبائشي شين ۾ پڻ سون جو استعمال ڪيو ويندو آهي. سون بجليءَ جو سٺو پسرائيندڙ (Conductor) آهي، ان ڪري برقي صنعت ۾ گهڻو استعمال ڪيو ويندو آهي.

سون سمورن ڌاتن ۾ ملائم ٿئي ٿو اُن جو هڪ گرام هڪ چورس ميٽر جي شيٽ ۾ تبديل ٿي سگهي ٿو يا سون جو هڪ آئونس 300 چورس فوٽن ۾ انگهي سگهجي ٿو.

آڳاٽي دور ۾ سون، سنڌ جي کاڻين مان به ملندو هو. جنهن لاءِ ڀيرو مل مهرچند آڏواڻي پنهنجي ڪتاب ’قديم سنڌ‘ ۾ لکيو آهي ته عيسوي سن کان 510 ورهيه اڳ ايراني بادشاهه دارا جڏهن سنڌ تي قبضو ڪيو ته کيس هتان 260 مڻ سون هر سال ڏن طور ملندو هو.

دنيا ۾ ناڻي جي مَتاستا جو ذريعو سون آهي. سون سان ئي ناڻي جي مَتاستا ٿيندي آهي.

پاڪستان جي کاڻين مان ڪيترين ئي معدنيات- ڪوئلو، ٽامو، ڪرومائيٽ، معدني لوڻ، سون وغيره ملن ٿيون. پاڪستان منرل ڊيولپمينٽ ڪارپوريشن جو ڪم کاڻين جي کوٽائي ۽ معدنيات جي دريافت آهي. پاڪستان ۾ بلوچستان ۽ سنڌ، معدنيات جي حوالي سان شاهوڪار صوبا آهن. بلوچستان جي ضلعي چاغيءَ جي ريگستاني علائقي ۾ ريڪوڊق نالي هڪ ڳوٺ ۾ ٽامي ۽ سون جا وڏا ذخيرا آهن. اينٽوفيگسٽا (Antofagasta) نالي ڪمپني، ريڪوڊق فيلڊ (Reko Diq field) مان هر سال شروعاتي طور هڪ لک سترهزار ميٽرڪ ٽن ٽامو ۽ ٽي لک آئونس سون ڪڍي ٿي ۽ ڪمپنيءَ جو اندازو آهي ته اُتان ساليانو نو لک آئونس سون ملي سگهي ٿو جڏهن ته سنڌو درياهه جي واريءَ ٽوڙي ٽر جي واريءَ ۾ سون ملڻ جا ڪافي امڪانات آهن.

**سونا هِنڊي:** سونا هنڊي ڪنهن زماني ۾ سنڌو درياهه جو وڏو بندر هوندو هو جيڪو هاڻي ٻيلي جي صورت ۾ وڃي بچيو. سونا هنڊي ڳوٺ تعلقي نوشهري فيروز ۾ واقع آهي، جنهن جون حدون دادو ضلعي سان به ملن ٿيون. 1983ع ڌاري ڌاڙيلن جي راڄ سبب هي ڳوٺ ۽ ٻيلو ڌاڙيلن جي پناهه گاهه رهيا. هن بندر تان تيلي ٻج، چٽا، مَٽر اناج، جهڙوڪ: ڪٽڪ، جوئر، ٻاجهري، تر، مگ ۽ رانهان، ڪاٺ جي ٻيڙين وسيلي ٻاهر موڪليا ويندا هئا. سونا هنڊي تڙ، سونا هنڊي بندر کان اتر اولهه ۾ هو سونا هنڊي بندر جا ڪوٺيدار هندو هئا. جن جو گيهه جو واپار بمبئي ۽ سورت بندر سان هلندو هو سونا هنڊي پراڻ واپار جو ڪم ڏيندي هئي، هاڻي پراڻ جو ڪجهه حصو سونا هنڊيءَ جي نالي سان ڍنڍ جي صورت ۾ وڃي بچيو آهي.

**سونا هِنڊي ڍنڍ:** هيءَ نئين ڇڏيل درياهه جي ڍنڍ، هن وقت دادو تعلقي جي درياهي حد ۾ اچي ٿي، هيءَ ڍنڍ فشريز کاتي وارا نيلام ڪندا آهن، هيءَ ڍنڍ سونا هنڊي ٻيلي ۾ آهي، جيڪو ٻيلو سونا خان چانڊيي جي ڳوٺ جي چوڌاري آهي، اهو ڳوٺ ٻن ٽن صدين تائين ٻن درياهن جي وچ ۾ هو هنڊو يا هنڊي ان کي چئبو آهي، جتي درياهه ٻه درياهي ڪري، ٻن ٽن ميلن ڪانپوءِ پراڻي وهڪري واري درياهه ۾ نئون درياهه اچي پوندو آهي. وچ ۾ جيڪا ٻيلائي بچندي آهي، ان کي هنڊو يا هنڊي سڏبو آهي. سونا هنڊي پراڻو ماڳ آهي، هن ٻيلي ۾ ڌاڙيلن جي دور ۾ مڇي مارڻ نه ڏيندا هئا. سونا هنڊي ٻيلو ڌاڙيلن جو آماجگاهه هو. هيءَ ڍنڍ به جڻ ڌاڙيلن جي هٿ ۾ هئي، جيڪا هاڻي چانڊيا قبيلي جي قبضي ۾ آهي.

**سونا خان بلوچ (فنڪار):** سونا خان بلوچ جو شمار سنڌ جي پراڻن ۽ مايه ناز فنڪارن ۾ ٿئي ٿو. سنڌس آواز نهايت سريلو ۽ پرڪشش سوز ۽ درد سان ڀريل هو. هن 1933ع ۾ مئٽرڪ پاس ڪئي، انٽر تائين تعليم حاصل ڪرڻ کان پوءِ ماتا جي بيماريءَ سبب سندس اکين جي روشني ڪمزور ٿي وئي، پر ان هوندي به همت سان پنهنجي پڙهائي جاري رکيائين. هن بي. اي بمبئيءَ مان پاس ڪئي، اتي ئي ميوزڪ اسڪول کوليائين. ورهاڱي کان پوءِ ڪراچيءَ لڏي آيو ۽ راڳ جو اسڪول اچي



کوليائين. هن سکر جي ٽريننگ اسڪول ۾ راڳ جي استاد جي حيثيت سان خدمت ڪئي، جتان ڪيترن شاگردن موسيقيءَ جي سکيا ورتي. سونا خان سٺي راڳي هئڻ سان گڏ هڪ سٺو موسيقار ۽ صحافي به هو. سونا خان بلوچ جو آواز پنهنجي وقت ۾ وڏي عروج تي هو. ان وقت ماسٽر چندر، پڳٽ ڪنور رام ۽ موٽڻ پڳٽ جهڙن ڳائڻن جي هاڪ هوندي هئي. سونا خان کي راڳ ۾ غزل جي صنف گهڻي پسند هئي. هن ريڊيو تي به ڳايو ته اسٽيج ۽ نجي محفلن ۾ به ڳائي خوب داد حاصل ڪيو هي ’سچ‘، ’عالمگير‘ ۽ ’طوفان‘ اخبارن جو ايڊيٽر ٿي رهيو ۽ آخري وقت تائين جيڪب آباد مان نڪرندڙ هفتيوار اخبار جو ايڊيٽر ٿي رهيو.

سندس مشهور گيتن ۾: ’بلاشڪ نهين مين‘، ’ميدان ڪربلا ۾‘، ’ديکو شاهه نجف دا‘، ’هلو ڪيچ ڪاهي‘، ’جان جو جياپو‘، ’روز وڇوڙي يار‘، ’عمر اباڻن ڏانهن ڪا خبر آندي‘، ’ڏاڍا ڏينهن ڏني ٿيا‘، ’اٿر اميد‘، ’مل اچي محبوب مون سان‘، ’سهڻا سخت دل تو اجائي‘، ’اڙايان دل نه هان دلبر‘، ’اکيون سهٽل جون‘، ’ميدان ڪربلا جو‘، ’بي سبب سهڻا‘، ’تون هجين ٻيو مان هجان‘، ’اڄ شوخ ستمگر ٿي تنهنجي ياد ستائي‘، ’ديس وسائين دلبر دل دا‘ ۽ ’جهنگل جبل سڀ جهاڳيم‘ وغيره مشهور آهن.

هن 17 مارچ 1982ع تي وفات ڪئي.

**سونارا**: سنڌ ۽ هند ۾ سون، چاندي ۽ پتل مان زيورن ٺاهڻ واري کي سونارو چوندا آهن. سونارو لفظ سنڌي آهي، پر اهڙو ئي هڪ لفظ سنسڪرت ۾ به آهي ’سورناڪار‘ (Savarnakar)، جنهن جي معنيٰ آهي ’سون جو ڪم ڪندڙ. چيو وڃي ٿو ته سونارا، کشتري (ڪتري) هئا. هنن ۾ ڪي هندو ته ڪي مسلمان آهن. لاڙڪاڻي طرف جا اڪثر شيخ سونارا پاڪستان ٺهڻ کان ٿورو اڳ ۽ ڪي ٿورو پوءِ مسلمان ٿيا آهن.

ايس. ايم. چنا جي لکڻ موجب سونارا برهمڻن جو اولاد آهن، جو سندن پيءُ برهمڻ ۽ ماءُ شودر آهي، پر شودرن ۾ مٿانهون مقام رکندا آهن. هيءَ ذات، سون ۽ زيورن جي ڌنڌي سان لاڳاپيل آهي، پر ڪنهن به ذات ۽ مذهب جو ماڻهو سونارو ٿي سگهي ٿو. بمبئيءَ ۾ سونارا ذات جون چار شاخون آهن: (1) ڪناري (Kanari)، (2) پنچال (Panchal)، (3) ڪونڪنسٿ (Konkansth) ۽ (4) اورنگ آباد (Aurangabad).



ڪن روايتن موجب سونارا ٻن راجپوت ڀائرن جي اولاد مان آهن. هڪ جو نالو سرسوت ۽ ٻئي جو نالو ڪتري هو. پر قديم ڪتابن مان اهڙي پڪ نه ٿي ٿئي. پنجاب ۾ سندن به پاڙا ٽونڪ ۽ ميئر ملن ٿا. انهن ٻنهي پاڙن جا ڪافي گوتر آهن. گجرات ۽ راجستان ۾ سون جو ڪم ڪندڙن کي سوني (Soni) سڏين ٿا. هرياڻا ۾ سون جو ڌنڌو ڪندڙن کي سورنڪار، سوني ۽ ورما به سڏين ٿا. هندو سونارا جڻيو پائيندا، سفر تي ويندا ته ڳاڙها ڪپڙا پهريندا، ٿيلهيءَ ۾ ڪپڙا ضرور ڪٽندا آهن.

هندستاني سونارن وٽ ويدڪيون رسمون هلندڙ آهن. خاص ڪري پونا ۽ ناگور جا سونارا پنڊتن جي معرفت اهي رسمون ادا ڪندا آهن. اورنگ آباد جي سونارن جون رسمون ٻين کان مختلف آهن. هنن ۾ ٻيون به ڪي ذاتيون ڌنڌي جي لحاظ کان آهن، جيئن ’جواهري‘، جيڪي هيرن ۽ جواهرن جو ڪم ڪندا آهن؛ نيچ سونارا، جيڪي زيورن ٺاهڻ جو ڪم ڪندا آهن، پر ٻين سونارن کان مختلف هوندا آهن. هي گوشت مڇي به کائيندا آهن. نيچ سونارن ۾ وري چار ذاتيون آهن: (1) ديوگن، (2) آهير، (3) لَر (4) ويس. ’Punjab Castes‘ جي مصنف ڊينزل ابٽس سونارا ذات بابت لکيو آهي ته پنجاب جي هر ڳوٺ ۾ سونارا ملن ٿا، جن کي زرگر به چون ٿا. هي سون چانديءَ مان زيور ٺاهڻ جو ڪم ڪندا آهن. ڪيترين حالتن ۾ زيور گروي رکي وياج جو ڪم به ڪن.

ملتان، پختونخوا ۽ وچ پنجاب جا سونارا گهڻو ڪري مسلمان آهن، پر ڪي هندو ۽ سک به سونارڪو ڌنڌو ڪن ٿا. ’ذاتين جي انسائيڪلوپيڊيا‘ جو مصنف خير محمد ٻرڙو سيوهاڻي لکي ٿو ته، سون جي ڪم ڪرڻ ڪري ڪين سونارا ۽ نيارا سڏيو وڃي ٿو. مڪران ۾ هنن کي سُنار ۽ زرگر سڏين ٿا. هندن جي ’ورن‘ جو نالو ’سونارو‘ آهي، جنهن نسبت سان هيءَ ذات ’سونارو‘ سڏجي ٿي. خداآبادي سنڌي، سنڌ جا سونارا هئا، جيڪي نندي ڪنڊ جو الڳ ثقافتي قبيلو هئا، ڪلهوڙن جي دؤر ۾ خدا آباد اوج تي هئي، بعد ۾ اهي سونارا لڏي حيدرآباد آيا. هاڻي اصل سونارن کانسواءِ هندستان کان لڏي آيل ڪي ذاتيون، سنڌ جا شيخ، جويا، سرهيا، ڪوڪر، ميمڻ ۽ بلوچ قبيلا به سونارڪو ڌنڌو ڪن ٿا، تنهنڪري اصل سونارن جي خبر نٿي پوي.

مشهور شاعر دادن فقير جويو به سونارو هو. دادوءَ جا جويا سونارا آهن، جن مان گل محمد جويي ’جوين جي جماعت‘ به جوڙي هئي.

**سونارين/ سونهري ڪوراڙ** Royal Snake /Spalerosophis Arenarius: هن ڪوراڙ کي راجتينس ۽ شاهي بلا به چوندا آهن. هيءَ بلا لڳ ڀڳ هڪ ميٽر ڊگهي ٿيندي آهي. ان جو پڇ 120 کان 160 ملي ميٽر هوندو آهي. ڏکڻ ايشيا ۾ وڏي کان وڏي ڪوراڙ 2 ميٽر ڊگهي ڏٺي وئي آهي. هن جو جسم هلڪو پورو يا ڳاڙهاڻ مائل هوندو آهي، جنهن تي ڳاڙهن يا گهرن ناسي ڀورن رنگن ۾ ڇٽن جون پنج قطارون هونديون آهن. وچ واري قطار ۾ 50 کان 70 وڏا وڏا ڇٽ هوندا آهن ۽ ان جو پيٽ چمڪدار ٿيندو آهي. سوناريءَ جي مٿي تي انگريزي اکرن ۾ V ۽ W جهڙا هڪ ٻئي پويان به نشان هوندا آهن. اکين کان آرپار ناسن کان



جاڙيءَ تائين پڻ هڪ ليڪ ٻنهي پاسي هوندي آهي. هيءَ بلا ريتيلي پٿريلي ۽ ٻوڙن واري علائقي کي پسند ڪندي آهي. ڪوئا، ڪرڙيون ۽ صحرائي پکي کائيندي آهي. طبيعت ۾ گهٽي ڪاوڙ نه هوندي اٿس. سوناري بلا (مادي) اپريل کان مئي تائين 10 کان 12 آنا ڏيندي آهي. ماحولياتي تبديليءَ جي ڪري هن بلا جو نسل خطري ۾ آهي. ڪي ماڻهوان جي سهڻي کل حاصل ڪرڻ لاءِ ان جو شڪار ڪندا آهن. هيءَ بلا راجپوتانا، سنڌ ۽ لسٻيلي ۾ عام ملي ٿي.

**سوناڪشي سنها**: بالي ووڊ جي مشهور فلمي اداڪاره سوناڪشي سنها نسلي طور سنڌي آهي. هن هڪ سنڌي عورت پونم جي ڪُک مان، 2 جون 1987ع تي پٽنا، ڀارت ۾ جنم ورتو. سندس پيءُ شتروگهن سنها بالي ووڊ جو نامور اداڪار آهي، جنهن بالي ووڊ کي ڪيترين ڪامياب فلمون ڏنيون آهن.



سوناڪشي سنها، شوبز جي دنيا ۾ 2008ع ۾ Lakme Fashion Week ۾ ريمپ تي واڪ ڪري قدم رکيو. ان ڪانپوءِ 2009ع ۾ ساڳئي مقابلي ۾ حصو ورتائين. فلمي دنيا ۾ هوءَ بالي ووڊ جي سپر اسٽار سلمان خان سان گڏ 2010ع ۾ 'دبنگ' فلم ۾ پهريون ڀيرو اسڪرين تي آئي هئي، جتي هن پنهنجي بهترين اداڪاريءَ جا جوهر ڏيکاريا. سندس هيءَ پهرين فلم بلاڪ بسٽر ٿيڻ سان گڏ Highest Grossing Bollywood Film قرار ڏني وئي، جنهن سال جي ڪامياب ترين فلمن جا ڪيترا اوارڊ کٽيا. تازو سندس ٻيون فلمون به آيون آهن، جن ۾: 'رائوڊي راٺوڙ' (2012ع)، 'جوڪر' (2012ع)، 'او ماءِ گاڊ' (2012ع)، 'سن آف سردار' (2012ع) ۽ 'دبنگ-2' (2012ع) وغيره شامل آهن.

**سوناگيڙو**: هي سون جو رنگ ڳاڙهو ڪنڌڙ ڳاڙهي پٿر جو ٻورو آهي. ٻُسائڻ سان پٽڙو ٿي وڃي ٿو. گهاٽو ٿيڻ ڪانپوءِ سونارا سوناگيڙو سون مٿان هڻندا آهن يا ان جو سون تي چنبو هڻندا آهن، جيئن سون ڳاڙهو ٿئي.

**سونامي/ سُنامي** (Tsunami): سونامي، جپاني ٻوليءَ جو اصطلاح آهي، جنهن جي معنيٰ آهي: 'ڪناري جي چولي'. سونامي اهڙي اٿاهه سامونڊي لهر کي چيو وڃي ٿو جيڪا 965 ڪلوميٽر في ڪلاڪ جي رفتار سان سمنڊ ۾ سوين ڪلوميٽرن تائين سفر ڪري ٿي. سونامي‌ءَ جي



اوچائي 30 ميٽر ۽ لهري ڊيگهه 200 ڪلوميٽرن تائين ٿئي ٿي ۽ اها عام طور تي 10 ڪان 60 منٽن تائين به رهي سگهي ٿي. اها لهر جڏهن زمين سان ٽڪرائجي ٿي ته زبردست نقصان ڪري ٿي. سونامي عام طور تي پاڻيءَ اندر زلزلي، برنڊڙ جبل جي ڦاٽڻ يا ساحلي چهن ڪرڻ سبب پيدا ٿئي ٿي. سونامي حقيقت ۾ چولين جو هڪ اهڙو سلسلو آهي، جيڪو انڊونيشيا ڪان ٿيندو ملائيشيا، ٿائيلينڊ، جپان، چين، سري لنڪا، برما، مالديپ، صوماليا، بنگلاديش ۽ ڀارت جي ساحلي پٽيءَ تي پورو ٿيو. آمريڪي تحقيقاتي اداري هڪ جيالاجيڪل سروي ۾ ٻڌايو ته ڪجهه سامونڊي علائقا ته صفحهء هستيءَ تان ئي ميسارجي ويا آهن هي سونامي، هڪ خطرناڪ سمنڊ جو سامونڊي زلزلو هو جيڪو عام زلزلن کان قطعي مختلف هو. سماترا ۾ ايندڙ زلزلي بابت سائنسدانن جو چوڻ آهي ته سمنڊ جي سطح جي هيٺان 620 ميل ڊگهي پليٽ پنهنجي جاءِ تان سرڪي وئي، جنهن سمنڊ ۾ هلچل پيدا ڪري ڇڏي ۽ سامونڊي لهرون وڌيڪ حرڪت ۾ اچي ويون. بين الاقوامي طور سونامي وارننگ اڳواٽ جاري ڪئي وڃي ها ته اهڙي تباهي شايد نه اچي ها.

سونامي‌ءَ جي ڪيل تباهيءَ ڪانپوءِ گڏيل قومن جي اداري سميت سڄيءَ دنيا جي انسان دوست تنظيمن، سماجي سياسي ڪارڪنن ۽ ڪاروباري ڪمپنين متاثر علائقن ۾ ڪئمپون لڳايون. طبي، غذائي ۽ زندگيءَ جون ٻيون ضرورتون پوريون ڪيون. سڀ کان وڏو مسئلو بنهه ننڍڙن ٻارن جو پيش آيو جيڪي يتيم ٿيڻ سبب پناهگير ڪئمپن ۾ رهڻ لڳا. سرد موسم سبب ڪيترا ٻارڙا مري ويا ۽ بچي ويل ٻارڙا نفسياتي ۽ طبي مسئلن جو شڪار ٿيجي ويا. ڏيڍ سال اڳ جپان جي تاريخ ۾ به سونامي‌ءَ تباهي آندي هئي. هيروشيما ۽ ناگاساڪيءَ جي تباهيءَ ڪانپوءِ هن سونامي‌ءَ وڏي تباهي ڪئي هئي. سامونڊي لهرن ۾ ڏهن فوٽن جي بلنديءَ تائين اٿندڙ فوڪوشيما ۽ سينڊائي شهر ٻوڙي ڇڏيا. هي انساني تاريخ جو الميو بد ترين نقش ڇڏي ويو.

**سون برابر سگهڙا (ڪتاب)**: هي ڪتاب علامه دائودپوٽي جي تحقيقي مضمونن ۽ مقالن تي مشتمل آهي ۽ ڪتاب کي ڊاڪٽر انور فگار هڪڙي مرتب ڪيو آهي. ڪتاب ۾ ڪل تيرهن مضمون آهن: (1) سنڌي شاعر ۽ سندن شعر-1، (2) سنڌي شاعر ۽ سندن شعر-2، (3) سنڌي شاعري، (4) قاضي قاضن جا همعصر، (5) قديم سنڌي شعر، (6) برٽن صاحب جي سنڌي ساهت تي نظر، (7) سنڌي صورتخطيءَ ۾ سڌارو، (8) سنڌي لغت تي ودوانن جا رايا، (9) ديوان منوهر داس کي جواب، (10) ڪاڪي پيرو مل کي جواب، (11) عقابيل اکيون يا اوقابيل اکيون، (12) اسان جي سنڌي زبان، ۽ (13) 'سرها گل' جي تمهيد.




هن ڪتاب جو انتساب نياز همايوني ۽ نفش ناياب منگيءَ جي نالي ٿيل آهي.

ڪتاب جا 'ٻه اکر' سنڌي لئنگئيج اٿارٽيءَ جي سيڪريٽري تاج جويو جا لکيل آهن. ڊيمي سائيز جي 80 صفحن تي مشتمل هي ڪتاب سنڌي لئنگئيج اٿارٽيءَ 1997ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو جنهن جي قيمت 60 روپيا آهي.

**سوَنٽ، مرلن ووز** (Marilyn Vos Savant): هڪ تمام ذهين ۽ نامور ڪالم نگار، جيڪا 1986ع کان 1989ع تائين دنيا جي ذهين ترين عورت جو مرتبو ماڻي چڪي آهي. رواجي عام ماڻهوءَ جي ذهانت 95 کان 105 تائين هوندي آهي، جڏهن ته سندس آءِ ڪيو (I.Q) يعني ذهني صلاحيت جو ڪاٿو 228 هو ۽ سندس نالو گنيز بڪ آف ورلڊ رڪارڊس ۾ دنيا ۾ وڌ ۾ وڌ ذهانت رکندڙ عورت طور شامل ڪيو ويو هو. هوءَ ڪيتري عرصي تائين اخبارن ۾ ڪالم ۽ سوال جواب لکندي هئي ۽ ڪيترائي معما ۽ پرولين (Quizzes and Puzzles) تخليق ڪري اخبارن ۾ هلايون. هن 11 آگسٽ 1946ع تي آمريڪا ۾ جنم ورتو ۽ هن وقت آمريڪا ۾ رهائش پذير آهي.



**سونٽ ـ جيرو** (لوڪ گيت): هيءُ لوڪ گيت جو هڪ قسم آهي، جيڪو ٿرپارڪر واري حصي ۾ عام رائج آهي. هن گيت جو مکيه موضوع زال ۽ مڙس جي محبت آهي. گهڻو ڪري هي گيت پرڻيل توڙي ڪنواريون ڇوڪريون گڏجي وندر خاطر ڳائينديون آهن. هن گيت جو نمونو هن ريت آهي:

ڪتڪي اپجي سونٽڙي، ٿي ڪتڪي اپجي جيرو،
ڪتڪي وسي صاحبو، تي نٽندل ٿانرو ويرو،
امراڻي اوپجي سونٽڙي، مارواڙ اوپجي جيرو.

**سونڊا**: سونڊا سنڌ جو قديم شهر آهي، جيڪو جهرڪ شهر جي اولهه طرف، ڪراچي ۽ ٺٽي جي شاهراهه تي موجود آهي. ميرعلي شير قانع ٺٽوي 'تحفة الڪرام' ۾ لکي ٿو ته، سونڊا ۾ هڪ درويش سوندره رهندو هو جيڪو راڳ تي عاشق هوندو هو. انهي ڪري سندس نالي سان اهو شهر مشهور ٿيو. علي ڪوفيءَ جي 'چچ نامي' موجب راوڙ ۽ جيسر جو مقابلو جهم ۽ سونڊا وٽ ٿيو هو. ڪتاب 'رحمة اللعالمين' ۾ سيد سليمان ندوي لکي ٿو ته، "سيوهڻ جي قديم قبرستان ۾ سونڊن ۽ لاشارين جون قبرون موجود آهن. جن مان هڪ ڪتبي تي مصري بلوچيءَ ۾ لکيل آهي ته، انهن سوڍا ۽ لاشارين جا راڄ خانگي ناسازيءَ جي ڪري لڏي درياهه پار ڪري هيٺي طرف رهن ٿا، ان مان ثابت ٿئي ٿو ته، شايد سوڍا لفظ بدلجي 'سونڊا' ٿيو هجي.

سونڊا ۾ مغل بادشاهه شاهجهان جي ٺهرايل مسجد موجود آهي، اها مسجد ٺٽي جي شاهجهان مسجد جي نموني تي تيار ڪيل آهي. سونڊا جي قبرستان ۾ يوناني ٻولي، زيور، ڪنلي، گهورگو تسبيح وغيره جون نشانيون قبرن تي موجود آهن. سونڊا جو هي تاريخي قبرستان ان جي قدامت جو گواهه آهي. هن تاريخي شهر جي معاشي، جاگرافيائي، سياسي، سماجي ۽ تاريخي حالتن کي وقت جي ويرن لوڙهيو ٻوڙيو ۽ بدلايو آهي. سونڊا شهر جي ادبي، سياسي، سماجي شخصيتن جون خدمتون به قابل تعريف آهن. مرحوم عبدالله ڪنڊرو هتان جو مشهور اديب ۽ شاهه جو چاهڻو ٿي گذريو آهي.

**سون سريکيون ساروٽيون** (ڪتاب): هي ڪتاب ناليواري ليکڪ ۽ اديب ڊاڪٽر پرڏان سوٿڙ جي ذاتي تجربن ۽ مشاهدن تي ٻڌل آتم ڪٿا جو ڪتاب آهي، جنهن ۾ مصنف پنهنجي زندگيءَ جون 68 بهارون، تلخ حقيقتون، هيڪلايون، دوستن، عزيزن، همعصرن ۽ معاصرن سان صحبتن ۽ محبتون رقم ڪيون آهن. ڪتاب ڇئن بابن ۾ ورهايل آهي، پهريون باب 'جيون جا رنگ' عنوان سان آهي، جنهن ۾ ننڍپڻ، جواني، تعليم ۽ شوق، شادي، نوڪري وغيره، لکڻ پڙهڻ، ڳائڻ، پيشو مجبورين ۽ عادتون جا موضوع ان ۾ شامل آهن. باب ٻيو 'جيون جي جنگ' جي عنوان سان آهي، جنهن ۾ سندس ڌرم پتنيءَ جو ڀرپور جوانيءَ ۾ ديهانت ڪري وڃڻ، هڪڙي اولاد (پٽ) جي پالنا ڪرڻ وغيره. باب ٽيون '6 سال، 5 مهينا، 4 ڏينهن ۽ انهن جو عڪس' عنوان سان آهي، جنهن ۾ مصنف انهيءَ سموري عرصي جي ڏکن سکن جي زندگيءَ بابت وضاحت ڪئي آهي. ڪتاب جي آخر ۾ ريڊيو پاڪستان مٺيءَ تان نشر ٿيل انٽرويوءَ جو خاص ٽڪرو ڏنو ويو آهي، جنهن ۾ مصنف بابت ڄاڻ ۽ پروفارما ڏنل آهي. ڪتاب جو مهاڳ ناميارا ليکڪ ڪامريڊ روچيرام لکيو آهي، جڏهن ته بئڪ ٽائيٽل تي سيد مرتضيٰ ڏاڏاهيءَ جو تاثر ڏنل آهي.




پڪي جلد سان ڊيمي سائيز جي 368 صفحن تي مشتمل هي ڪتاب 2010ع ۾ امرتا پبليڪيشن حيدرآباد ۽ ڊول فقير فائونڊيشن، سنڌ پاران ڇپجي پڌرو ٿيو. هن ڪتاب جي قيمت 360 روپيا آهي.

**سونف/ وڏف**: سونف/ وڏف کي انگريزيءَ ۾ Fennel چوندا آهن. سونف جو سائنسي نالو Foeniculum vulgare آهي ۽ هي ٻوٽو Umbelliferae ڪٽنب سان تعلق رکي ٿو. عام طور سونفن جو سُڪو



ٻج ذائقي لاءِ پان ۾ ۽ اڪثر هاضمي جي دوائن ۾ ڪتب ايندو آهي. سونف ربيع جو فصل آهي، جنهن کي سرد موسم جي ضرورت پوي ٿي، چيڪي لٽاشي زمين سونفن جي فصل لاءِ ٻين جي ڀيٽ ۾ وڌيڪ موزون آهي. هن فصل جي پوک ڪلرائين زمينن تي به ڪري سگهجي ٿي. زرعي ماهرن موجب زمين کي ٻه ڪنر هر ڏئي، پترپچي، اٽڪل 30 کان 40 گاڏيون ڳريل ۽ سڙيل وٿاڻ جي ڀاڻ جون وجهي، پکيڙي هر جي مدد سان ملائڻ گهرجن. جيڪڏهن زمين هموار نه هجي ته ان کي هموار ڪجي. پنج ڪلوگرام ٻج في ايڪڙ استعمال ڪجن. هيءَ فصل 15 آڪٽوبر کان نومبر جي آخري هفتي تائين پوکي سگهجي ٿو هي فصل ٻه گهٽو ڪري پاڇين سان گڏ ٻنن تي يا باغن ۾ پوکجي ٿو پر جيئن ته هن فصل جي ٻج جي ضرورت جاڻ ۽ جيري جي ٻج کان وڌيڪ آهي، تنهنڪري هن جي پوک جدا به ٿئي ٿي. تيار ٿيل زمين کي ريج جو پاڻي ڏجي ۽ جڏهن زمين وٽ ۾ اچي ته اڌ ٻوري ڀاڻ جي في ايڪڙ جي حساب سان ڇٽي، ٻه سائيءَ جا هر ڏئي پاٽيو (ٽر) گهمائجي، ٻج ڏيڊ کان ٻن فوٽن جي مفاصلي تي ناڙي ڪجي. جيڪڏهن ٻج گهاٽو پوکجي وڃي ته پوءِ پنجهوءَ جي پاڻي ڏيڻ کان اڳ فصل کي ڇدو ڪجي. فصل کي پهريون پاڻي هڪ مهيني جي اندر پوکيءَ کانپوءِ ڏجي ۽ ٻيا پاڻي ٻيري سان پندرهن کان ويهن ڏينهن جي اندر ڏيڻ گهرجن. جڏهن فصل گل ٻاٽيءَ تي اچي ۽ فصل ڪمزور هجي ته پوءِ ان کي اڌ ٻوري ڀاڻ جي ڏيئي پاڻي ڏجي. گاهه گند جي ٻوٽن کي ختم ڪرڻ لاءِ فصل ۾ هڪ يا ٻه ڀيرا گُڏ ڪجي.

سونفن جو فصل مارچ ۽ اپريل جي مهينن ۾ لاباري جي لائق ٿي ويندو آهي. لابارو هڪ ئي وقت نه ڪجي، پر جيئن ڇُڳا پچندا رهن ته انهن کي ڪٽي ٻورين تي رکي ڇانوَ ۾ سُڪائڻ گهرجي ۽ انهن ڇڳن کي اٿلائيندو رهجي ته جيئن ٻج چڱيءَ طرح سُڪي وڃي. وڏف تي مهلو (Aphids) حملو ڪري ٿو، جنهن جو اثر پيداوار تي ٿئي ٿو.

**سون ڦِدي/ سون ڦِدڙي** (Sindh purple Sumbird): هي پکي Nectariniidae خاندان جي 120 جنسن مان هڪ جنس آهي، جنهن کي سنڌيءَ ۾ دنبارگ، تيل وهيڙو، ميٽر ۽ سون ڦِدي يا سون ڦِدڙي چيو ويندو آهي، جڏهن ته انگريزي ٻوليءَ ۾ Sindh Purple Sunbird ۽ سائنسي زبان ۾ (Nectarinia asiaticalbrevirostris Blanford) جي نالي سان مشهور آهي.

هيءَ پکي تقريباً 10 سينٽي ميٽر (4 انچ) جو ٿئي ٿو اونهاري ۽ سياري جي مندن ۾ پاڪستان خاص ڪري سنڌ ۽ بلوچستان جي جابلوئي توڙي مٿانهين علائقن ۾نظر ايندو آهي. پکيءَ جو رنگ چمڪدار، خوبصورت ٿئي ٿو ماديءَ جي ڀيٽ ۾ نر جو رنگ وڌيڪ پر ڪشش ۽ نمايان هوندو آهي. نر جي پٺ گهري نيري ۽ ڪاران مائل ڳاڙهي (عنابي) رنگ جي ۽ پيٽ گهري عنابي (ڪاران مائل ڳاڙهي) رنگ جو ٿئي ٿو. سياري جي مند ۾ نر جو رنگ مختلف يعني پٺي زيتوني ڀوري رنگ جي، پچ ڪاراڻ مائل ۽ پيٽ پيلان مائل هوندو آهي، جڏهن ته مادي پکيءَ جي پٺ ڀوران مائل زيتوني رنگ جي ۽ هيٺين پيٽ وارو حصو چمڪدار پيلي سونهري رنگ جو ٿئي ٿو. جنهنڪري سنڌ ۾ عام طور سون ڦدي/سون ڦدڙي جي نالي سان مشهور آهي. هن



پکيءَ جا پر ننڍا، چنگهون ۽ چنبا مضبوط، چهنب ڊگهي، سنهي ۽ هيٺ طرف وريل هوندي اٿس. گلن جو رس واپرائڻ سبب عموماً گلدار ٻوٽن جي چوڌاري يا باغن ۾ ڏسڻ ۾ ايندو آهي. اڪيلي سريا ولرجي صورت ۾ به رهندو آهي. شڪاري نگاهه ۽ بهترين اڏام جي ڪري اڪثر اڏامندڙ جيتن جو شڪار پڻ ڪندو آهي. نسلي واڌ ويجهه اونهاري جي مند دوران اترين علائقن ۾ ڪندا آهن، جنهن لاءِ نر ۽ ماد گڏجي وڻن ۾ ڪکن، پڻن ۽ مڪڙيءَ جي جارن سان آکيرا جوڙيندا آهن. مادي پکي هڪ وقت ۾ ٻه کان ٽي آنا ڏيندي آهي، جيڪي گول ۽ معمولي ليڪن سان اڇي رنگ جا ٿين ٿا. آري جو عرصو 13 کان 5 ڏينهن تي مشتمل هوندو آهي.

ننڍي کنڊ ۾ هن جنس جا ٽي نسل (N.A asiatica)، (N.A Brevirostris) ۽ (N.A intermedia) تمام عام آهن ۽ هندستان، سريلنڪا، نيپال ۽ پاڪستان ۾ ڪثير تعداد ۾ ملن ٿا. جن مان هڪ نسل (N.A breirostris) سنڌ جي جابلوئي توڙي ساوڪ وارن علائقن ۾ ٿوري تعداد ۾ نظر اچن ٿا.

**سُونگل**: سونگل ڪراچيءَ جو قديم آباديءَ وارو علائقو آهي. جيڪو گڏاپ ۾ اچي ٿو شاهه لطيف جي ڪلام ۾ جنهن موکي ۽ متارن واري لوڪ قصي جو ذڪر آهي، ان جي هٽ تان متارا شراب پيئڻ ايندا هئا. موکيءَ کي ٻه ڏيئرون هيون: هڪ سڦوران ۽ ٻي سونگل. ٻنهي ڇوڪرين کي شاديءَ کانپوءِ جتي رهڻو پيو، تن علائقن جا نالا به سندن نالن پٺيان پئجي ويا. سڦوران جو علائقو ملير ڪينٽ واري حصي ۾ آهي، جڏهن ته ديهه سونگل سپر هاءِ وي تي نيو سبزي منڊيءَ جي ڀرپاسي آهي. هي ٻئي علائقا صدين کان آباد آهن، جتي سنڌين ۽ بلوچن جون آباديون رهن ٿيون.

**سونل**: سونل جي ڳالهه، ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ جي ترتيب ڏنل ڪتاب 'لوڪ ڪهاڻيون-5' (ڳاهن سان ڳالهيون) ۾ موجود آهي، جيڪا ٽن روايتن تي مشتمل آهي ۽ اهي ٽئي روايتون ڳاهن ۾ بيان ٿيل آهن.

ڪتاب موجب: پهرين روايت حيدرآباد مان زبيده بيگم ڪان، ٻي روايت: ٽنڊي الهيار مان ولي محمد طاهرزادي ڪان ۽ ٽين روايت پڻ زبيده بيگم ڪان ملي. اهي ٽئي ڳالهيون، مرڪزي خيال پسمنظر ۽ اسلوب بيان ۾ هڪ ٻئي ڪان مختلف آهن. صرف پهرين روايت ۾ هڪ مافوق الفطرت ڪردار راڪاس جو آهي. جڏهن ته ٽين ڪهاڻيءَ ۾ ـ اڻ ٿيڻيون ڳالهيون آهن. پر ٽنهي روايتن ۾ ٻيا ڪردار حقيقي آهن. پهرين روايت موجب: قديم زماني ۾ هڪ ڳوٺ جي ستن ڀائرن کي 'سونل' نالي هڪ ڀيڻ هئي. اهي ستئي ڀائر ڏينهن جو ڪم سانگي ٻاهر رهندا هئا ۽ شام جو گهر ايندا هئا. ڪين پنهنجي ڀيڻ سان بيحد پيار هو. تنهنڪري هو سندس خوشيءَ جو خاص خيال رکندا هئا. اتفاق سان هڪڙي ڏينهن هڪ ڀيانڪ راڪاس 'سونل' کي پنهنجي گهر ۾ قيد ڪري ڇڏيو. شام جو جڏهن ڀائر آيا، تڏهن اهي ديو جي حشمت ڏسي ڊڄي ويا. آخرڪار ڪجهه ڏينهن ڪانپوءِ ڀائرن کي غيرت جي جذبي ويهڻ نه ڏنو ۽ اهي پنهنجي جان جوکي ۾ وجهي راڪاس سان وڙهيا ۽ کيس ماري ختم ڪيائون.

هن ڪهاڻيءَ ۾ هڪ 'ڳاهه' هيٺينءَ ريت آيل آهي ته:

"ادي سونل، ادي سونل!
در لاهه، ڏيئو ٻار"

ڀائرن جو آواز سڃاڻي، سونل اندران جواب ڏنو ته:

ادا ڙي ادا! اکيون سٽيءَ سبيون،
چوٽو ٿنب ٻڌو، راڪاس ڪوڙڙي ننئو

سنڌي سماج ۾ هونئن بـ ستن ڀائرن ڀتيان ڄاول ڀيڻ کي سنئو سنوڻ سمجهيو ويندو آهي ۽ جيڪڏهن ڀيڻ تڪليف ۾ هوندي آهي ته ڀائرن کان اُن جي تڪليف برداشت نـ ٿيندي آهي ۽ اهي ڀيڻ جي تڪليف دور ڪرڻ خاطر پنهنجي جان بـ جوکي ۾ وجهي ڇڏيندا آهن.

ٻيءَ روايت موجب: سڳي ڀاءُ کي پنهنجي ڀيڻ سان عشق ٿئي ٿو ۽ هو شادي ڪرڻ لاءِ مائٽن وٽ ضد ڪري ٿو. سندس مائٽ بـ ٽنبي پٽ جي ضد ۽ خوشيءَ خاطر اها ڳالهه قبول ڪن ٿا. پر 'سونل' کي اها ڳالهه منظور نٿي هجي. هن ڳالهه جو مکيہ مقصد ٻارن جي پرورش ۾ پاڪ رشتن جي اهميت ۽ عزت کي سمجهائڻ آهي تہ جيئن اهي پنهنجي رت جي رشتن کي صحيح نموني سان سمجهي سگهن ۽ انهن جو قدر ڪن. هن روايت مان هڪ 'ڳاهه' مثال طور هيٺ ڏجي ٿي:

ادا ڙي ادا! ماءُ نہ ٿئي سَس، ٻيءُ نہ ٿئي سهرو،
جي ڀاءُ ٿئي گهوٽ، تہ اچا ڏونگر ڪيئن نہ ڏري!

ٽين روايت موجب: 'سونل' ننڍڙي ٻارڙي ستن ڀائرن جي ڀيڻ هئي. اُن کان اها غلطي ٿي تہ هوءَ پنهنجي وڏي ڀاءُ جي زال (ڀاڄائيءَ) کان سندس ريشو کهنبو ڪٽي ٻارن سان راند ڪيڏڻ وئي. پر اتفاق سان اهو ريشو چيٽي سان گندو ٿي ويو. سونل ڊپ مان اهو ريشو تلاءَ تي ڌوئڻ وئي. جنهنڪري تلاءَ جو پاڻي لال ڳاڙهو ٿي ويو. ويرم نہ گذري جو ڀائس جڏهن تلاءَ تي گهوڙي کي پاڻي پيارڻ لاءِ آيو تہ تلاءَ جو پاڻي ڳاڙهو ڏسي سمجهي ويو تہ سونل ريتي کي ڌوتو آهي. جنهنڪري سندس سمورو رنگ لهي ويو آهي. ڀيڻ کان بدلو وٺڻ لاءِ ماءُ کان اجازت گهريائين تہ: "آءُ سونل کي ناناڻن ڏي وٺي وڃان ٿو. ماءُ کيس خوشيءَ وڃان اجازت ڏني ۽ واٽ تي ظالم ڀاءُ ڀيڻ کي ماري ٻوري ڇڏيو ۽ ماءُ کي اچي ٻڌايائين تہ سونل کي رستي ۾ جهنگلي جانورن ختم ڪري ڇڏيو. قدرت خدا جي مينهن پيو. جنهن جاءِ تي سونل پوريل هئي، اُتي مُرلين جي ول ٿي. هڪ ڏينهن اُتان جوڳي لانگهائو ٿيو. هن اتي هڪ سُريلي مُرلي ڏٺي ۽ ول کي چني ڏار ڪيو. پوءِ اُن جي مُرلي ناهي ڳوٺ ۾ وڄائڻ لاءِ ويو. هن سڀ کان اڳ سونل جي وڏي ڀاءُ جي در تي مرلي وڄائي. جنهن مان هڪ 'ڳاهه' جو آواز ظاهر ٿيو. وڏو ڀاءُ ڀيڻ جو آواز سمجهي ويو. جوڳيءَ کي مُرلي ڏيڻ لاءِ لالچ ڏنائين. پر جوڳيءَ انڪار ڪري ڇڏيو. ائين ننڍي ڀاءُ کان ٿيندي نيٺ ماءُ جي در تي مُرلي وڄايائين. جنهن بہ هڪدم سونل جو آواز سڃاڻي ورتو ۽ جوڳيءَ کي مُرلي ڏيڻ لاءِ ايلاز ۽ منٿون ڪيائين. نيٺ جوڳيءَ ڪجهه پيسا وٺي مُرلي ماءُ کي ڏني. ماءُ رات جو اُها مُرلي گُنديءَ ۾ رکي صبح جو ڏسي تہ "سبحان الله" سونل صحيح سلامت گهر ۾ ويٺي آهي."

اهي لوڪ ڪهاڻيون آهن. جن جو مقصد ٻندر سان گڏ نصيحت بہ هوندو آهي. هن ڪهاڻي جو مکيہ نقطو اهو سمجهائڻ آهي تہ جن ڀائرن کي ڀيڻيون آهن، اهي انهن کي خوش رکن. سندن هر ننڍي وڏي ڳالهہ جو پورائو ڪن. کين تنگ نہ ڪن ۽ مٿن ظلم نہ ڪن. ننڍيون ننڍيون غلطيون هر انسان کان ٿينديون رهنديون آهن. تنهنڪري انهن معمولي ڳالهين تي ڀيڻن کي ايڏي وڏي سزا نہ ڏني وڃي. جو زندگيءَ جي جنگ بہ هارائي وڃن.

**سون مياڻي**: ڪراچيءَ کان پنجاهہ ڪلوميٽر اتر- اولهہ طرف سون مياڻيءَ جو سامونڊي علائقو واقع آهي. هتي قديم زماني کان وٺي بندرگاهہ موجود آهي. سنڌ جي تاريخ ۾ هيءُ بندرگاهہ نهايت اهميت



وارو رهيو هو. 1805ع ۾ پورچوگيزن هن بندرگاهہ کي لٽي، ڦري، آخر ۾ باهہ لڳائي ڇڏي هئي. عربن جڏهن سنڌ تي حملو ڪيو هو تڏهن سون مياڻيءَ جي بندر تي سندن فوجي جهازن جي لنگر انداز ٿيڻ جو ذڪر ملي ٿو. ترڪي ۽ سڄي عربستان جي رياستن جو سنڌ سان ڏيتي ليتي

وارو رستو بہ هن بندرگاهہ ذريعي رهيو هو. گهوڙن ۽ ڍورن جا اعليٰ نسل هن بندرگاهہ جي ڀرپاسي ۾ پاليا ويندا هئا. عربن جي ان جا واڙا بہ هتي قائم هئا. سون مياڻي، هن وقت بلوچستان جي لسٻيلي واري علائقي ۾ آهي، جڏهن تہ اصل هيءُ سنڌ جو علائقو هو. جيڪو انگريزن سنڌ کان ڌار ڪري بلوچستان ۾ آندو. سون مياڻيءَ لاءِ مشهور هو تہ هن مقام تان سون جون ڪاڻيون ۽ ذخيرا مليا هئا. موجوده دور ۾ سون مياڻي سياحت جو اهم مرڪز هجڻ سان گڏ مڇيءَ جي ڪاروبار جي ڪري مشهور آهي. هتان جو آبي شڪار پرڏيهہ وڪرو ٿيندو آهي، جنهن ۾ جهينگا، گانگٽ، وڏيون سامونڊي مڇيون، ڪيڪڙا، گوج مڇي، شارڪ، سونهري مڇي ۽ جيلي فش شامل آهن. هتي سپارڪو فلڪياتي اداري جي هڪ اسٽيشن قائم آهي، جتي مختلف طرز جي راڪيٽ لانچرن جي (اسمبل) تيار ڪرڻ جو ورڪشاپ موجود آهي. هتي مختلف سائنسي تجربا ڪيا ويندا آهن.

**سونن ڪنين وارو ٻگهہ:** هن ٻگهہ جي ڳچي ۽ پرن جا ڪجهہ ڪنڀ سونهري رنگ جا ٿيندا آهن. ڪنهن زماني ۾ هنن پکين جا سونهري ڪنڀ وڪرو ٿيندا هئا. ولايت جا واپاري سون جي اگهہ تي سون ۾ توري ڪٺندا هئا. اهڙا سونهري ڪنين وارا ٻگهہ، مهاڻا ڌاريندا هئا ۽ مهيني ۾ بہ ٻيرا انهن جا ڪنڀ ڪوهيندا هئا. هڪ هڪ مهاڻي وٽ پنجاهہ کان 100 تائين سونهري ڪنين وارا ٻگهہ ڌاريل هوندا هئا، جن کي مڇي ماري ڪارائيندا هئا.

**سونڻ (ديهہ):** تعلقي اوٻاوڙي، ضلعي گهوٽڪيءَ جي هڪ ديهہ، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

مينگهواڙ، چوڌري شاهہ محمد ۽ حاجي ڪريم بخش ميراڻي.

**سون واهہ [1] (ديهہ):** تعلقي ڪنڊڪوٽ، ضلعي ڪنڊڪوٽ- ڪشمور جي هڪ ديهہ، جنهن ۾ بہ ڳوٺ: شيردل پناڻ ۽ بهادر سهرياڻي شامل آهن.

**سون واهہ [2] (ديهہ):** تعلقي ڳڙهي خيري جي هڪ ديهہ، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

نبي بخش پتو، نور الدين بروهي، روڳڙهہ ۽ الاهي بخش ايري.

**سونو پتافي (ديهہ):** تعلقي ميرپور ماٿيلي، ضلعي گهوٽڪيءَ جي هڪ ديهہ جو نالو آهي، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن.

اشرف علي پتافي، اقبال پتافي، ماڻڪ پتافي، سونو خان پتافي، مير پتافي ۽ بهاول پتافي.



**سونو خان ملاح:** شاعر ۽ ڪهاڻيڪار سونو خان ملاح ولد خميسو خان ملاح، 23 مارچ 1956ع ۾ سڪرنڊ تعلقي جي ڳوٺ تليءَ ۾ پيدا ٿيو هي هڪ هاريءَ جو پٽ هو سنڌي ادبي سنگت سڪرنڊ جو بنيادي ميمبر هو سٺو ڪهاڻيڪار ۽ شاعر هو ڳوٺ ۽ علائقي جو سرگرم قومي ڪارڪن ۽ سماجي خدمتگار هو پورهيت هو هارپو ڪيائين. ٻورچي ٿيو. پٽيوالي ڪيائين. انٽر آرٽس ڪرڻ بعد زرعي ڪاليج سڪرنڊ ۾ ڪلرڪ ٿيو. پنهنجي دؤر جو مثالي قومي ڪارڪن هو لاڀارن جي مدد ۾ قومي ڪارڪنن سان گڏجي غريب هارين جي لاڀارن ۾ مدد ڪندو هو مير محمد پيرزادي، ولڻ ملاح ۽ تاج جويي جي صحبت ۾ ڪهاڻيون ۽ مضمون لکڻ ۽ شاعري ڪرڻ شروع ڪيائين. سندس ڪهاڻيون فقير محمد لاشاري، هلال مئگزين ۾ دلچسپيءَ سان شايع ڪندو هو، چاڪاڻ تہ انهن ۾ پورهيت ڪردارن جي حقيقي عڪاسي ڪيل هوندي هئي. سنڌي ادبي سنگت سڪرنڊ کي سرگرم رکڻ ۾ سندس ڪردار وسارڻ جوڳو نہ آهي. سندس شاعري، ڪهاڻين ۽ مضمونن جا بہ ڪتاب ڇپائيءَ لاءِ تيار آهن.

تاج جويي پنهنجو ڪلاسيڪي شاعرن بابت ڇپايل پنهنجي هڪ ڪتاب 'ٻاهيون ٻيراڳين جون' سوني خان ملاح کي هنن لفظن ۾ منسوب ڪيو آهي: "شاهہ لطيف جي جاکوڙي ڪردار، اورچ قومي ڪارڪن ۽ نوجوان اديب مرحوم سوني خان ملاح جي نانءِ، جنهن جي قومي جذبي، جدوجهد ۽ سچائيءَ مون ۾ قومي آجپي جي مقصد جو ويساهہ ۽ اتساهہ قائم رکيو آهي."

مرحوم سوني خان ملاح کي هڪ پٽ عبدالجبار ملاح آهي. جڏهن تہ سندس ڀاءُ ماڻڪ ملاح نوجوان شاعر، محقق ۽ سٺو نقاد آهي.

سخت پورهيي سبب ٻڪين جي بيماريءَ ۾ مبتلا ٿيڻ بعد سوني ملاح ۽ 28 جون 1982ع تي وفات ڪيائين.

مرحوم سوني خان ملاح جي مزار سڪرنڊ جي تاريخي قبرستان شهيد جيئو جنگ ۾ اوير ڪنڊ تي سندس والد مرحوم خميسي خان ملاح ۽ امڙ نور خاتون (نوران) جي قبرن جي وچ ۾ موجود آهي.

**سونو ڏنڊ (ڪتاب):** هيءُ ڪتاب مشهور ڪهاڻيڪار رسول ميمڻ جي ڪهاڻين تي مشتمل آهي. هن ڪتاب ۾ ڪل تيرهن ڪهاڻيون شامل آهن. ڪهاڻين جا عنوان هن ريت آهن:




(1) صفوران چورنگي، (2) آزار، (3) سونو ڏنڊ، (4) قلم جو قيدي، (5) ڀاءُ جي نصيحت، (6) ڳوٺ، (7) گونگا، ٻوڙا ۽ انڌا، (8) مورتي، (9) پريو مڙس، (10) سوڙهو (11) پيار، (12) گڏهن جي آزادي ۽ (13) چور ۽ بهادر سپاهي.

ڊيمي سائيز جي 96 صفحن تي مشتمل پڪي جلد سان هيءُ ڪتاب پوپٽ پبلشنگ هائوس خيرپور، 2012ع ۾ ڇپايو آهي ۽ ڪتاب جي قيمت 120 روپيا آهي.

هن ڪتاب کي سنڌي لئنگئيج اٿارٽيءَ 2012ع ۾ ڇپيل ادبي ڪتابن جي انعامي مقابلي ۾ پهريون نمبر انعام ڏنو آهي، جيڪو ليڪ کي 10.7.2013 تي ريجنٽ پلازه ڪراچيءَ ۾ ٿيل ادبي انعام تقريب ۾ ڏنو ويو

**سون ورني ڌرتي** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب آمريڪي خاتون پرل ايس. بَڪ جي ناول 'The Good Earth' جو سنڌي ترجمو آهي، جيڪو عمر ميمڻ سنڌيءَ ۾ ترجمو ڪيو آهي. هن ناول ۾ هڪ چيني هاريءَ جي زندگيءَ ڪي تفصيل سان بيان ڪيو ويو آهي، جنهن جي زندگي گهڻي ڀاڱي سنڌي هاريءَ جي زندگيءَ سان ملي ٿي. ان ڪانسواءِ هن ناول ۾، چين جي خوفناڪ ڏڪار جو به ذڪر ٿيل آهي ۽ ڊاڪٽر سن يات سين واري انقلاب جي جهلڪ پڻ آهي.




هن ناول جي ترجمي 'سون ورني ڌرتي' جو مهاڳ خود مترجم عمر ميمڻ جو تحرير ڪيل آهي. هيءُ ناول، عظمت ادبي اڪيڊميءَ طرفان نومبر 1985ع ۾ شايع ڪرايو ويو. ڪرائون سائيز جو هيءُ ڪتاب 269 صفحن تي مشتمل آهي. هاريءَ جي خيالي پورٽريٽ سان سينگاريل، ڪچي جلد جي هن ڪتاب جي قيمت 40 روپيا آهي.

**سون- ورني سنڌ جي سار** (ڪتاب): ڪتاب 'سون- ورني سنڌ جي سار' (Reminiscences of Golden Sindh)، نامور تعليمدان پروفيسر ڪنئيالال منگهنداس تلريجا جو لکيل آهي. هن ڪتاب جي صفحي صفحي مان ليکڪ جو سون ورن سنڌ لاءِ پيار ۽ محبت جو اظهار ٿي رهيو آهي. جنهن جي هڪ جهلڪ هن ريت آهي: "سنڌ سراپا سون آهي، سنڌ آهي ساري سڳنڌ ۽ سرهاڻ، سونهن، سوڀيا ۽ سندرتا جو اهڃاڻ. سنڌ جي مٽيءَ ۾ آهي مُشڪ جي مهڪ، جا من ڪي معطر ڪري، اندر ۾ اُتپن ڪري ٿي انوکي ٻهڪَ. سنڌ جي پاڻيءَ ۾ آهي اوجل امرت جي ڌارا، جا هاڃَ ڪي ٽاري دور ڪري ٿي من جا مونجهارا. . "




ڪنئيالال تلريجا، 1964ع ۾ سنڌ ڇڏي ڀارت وڃي آباد ٿيو هو ۽ الهاس نگر جي چاندي بائي ڪاليج ۾ پهرين پروفيسر ۽ بعد ۾ پرنسپال ٿي رهيو پر سندس من مان سنڌ جي ياد اڄ تائين نه وسري آهي، ان ڪري هن لکيو آهي: "جڏهن مان سرير جي ٿڪاوٽ ۽ من جي مونجهه محسوس ڪندو آهيان، تڏهن مان سون ورني سنڌ کي ساري، ويد واڻي، سنڌي سنت ڪوين (شاهه، سچل ۽ سامي) جي ٻاڻي مڌر سُر ۾ گنگنائيندو آهيان، بس منهنجا دک دور ٿي ويندا آهن."

هي ڪتاب تلريجا صاحب، انهن سنڌي شاعرن جن سنڌ جي ياد ۾ شعر رچيا آهن، تن جي ڪتابن پڙهڻ ۽ جدا جدا مخزنن ۾ اديبن جي تحريرن جي مطالعي کان پوءِ لکيو آهي ۽ ان ۾ سنڌي زبان جي اڪثر اديبن، شاعرن، شهرن، ماڳن ۽ مڪانن جو ذڪر شاعراڻي انداز ۾ ڪيو آهي ۽ ڪجهه شاعرن جا 'سنڌ جي سار' بابت تخليق ڪيل شعر به ڏنا آهن.

ڊيمي سائيز جي 200 صفحن تي مشتمل هي ڪتاب سنڌ جي رنگين نقشي واري ٽائيٽل سان، راشٽريه چيتناسنگهٽن، سوريه انڪليو ٺاڻي (ايسٽ)، مهاراشٽر مان ڇپائي پڌرو ڪيو آهي. هن ڪتاب جي قيمت 200 روپيا آهي ۽ ان جو انتساب سنڌ جي سرموڙ سور وير مهاراجا ڏاهرسين کي ڪيو ويو آهي.

**سون ورني ڪنوار** (ڪتاب): هي ناول هند جي سنڌي ليکڪا 'رتنا گوديا رولاڪ' جو آهي. ڪتاب جو انتساب هن پنهنجي مڙيءَ ماءُ ۽ انهن سيني نرسن ۽ ڊاڪٽرن جي نالي ڪيو آهي، جن دکايل انسانن جي شيوا ڪئي آهي. ڪتاب جو مهاڳ، گورڌن شرما 'گهايل' جو لکيل آهي، جنهن ۾ هن لکيو آهي ته، "ناول جي اٽت ڪاريگريءَ سان ڪيل آهي.... هي ناول استري پاترن (عورت ڪردارن) تي ٻڌل آهي، 'مٽي' هن رچنا جو روح آهي، مٽيءَ ڪانسواءِ 'جسو'، 'ميندي'، 'نرملا'، 'جمنا'، 'وِيا'، 'ڪامني'، مارٽن' مٽيءَ جون ٽي ڌيئر ۽ ڪڪيءَ جي ماءُ وغيره عورت ڪردار آهن، جيڪي قلم جي قوت ۽ قلمڪار جي قابليت سان ڪچي بيٺا آهن. ناول ۾ مردن جا ڪردار به ڏيان ڇڪائيندڙ آهن. ناول ۾ زمان ۽ مڪان جو به خيال رکيو ويو آهي. سنڌ جي الڳ الڳ شهرن ۽ جڳهن ، حيدرآباد، سکر ڪراچي، منهوڙي ۽ ڦليليءَ جو ذڪر به ڪيو ويو آهي ته لنڊن، جرمني، ڪلڪتي، نيپال وغيره جو بيان ڪري ليکڪا پنهنجي ذاتي آمودن جي ڄاڻ به ڏني آهي. ناول ۾ گفتگو جو انگ ڪجهه ڪمزور لڳي ٿو البت ٻولي ٻهڪندڙ آهي. هي هڪ با مقصد ناول آهي."




ڊيمي سائيز جي 220 صفحن تي مشتمل هي ناول، سنڌي ادبي سڀا، پوني، ڊسمبر 2002ع ۾ شايع ڪيو، جنهن جي قيمت 200 روپيا آهي.

**سون ورنيون دليون** (ڪتاب): هي ڪتاب I.Edhor جي لکيل انگريزي ڪتاب 'Hearts of Gold' جو سنڌي ترجمو آهي، جيڪو سنڌ جي نامياري عالم ۽ اديب لالچند امرڏنو مل جڳتياڻيءَ جو ترجمو ڪيل آهي. ڪتاب ۾ 'ٻه لفظ' محمد ابراهيم جويي جا لکيل آهن، جنهن ۾ هن لکيو آهي ته: "هن ڪتاب جي آکاڻي، گفتگو جو انداز، جذبات نگاري وغيره سڀ نهايت ڪامياب ۽ موهيندڙ آهي".



پڪي جلد ۽ رنگين ٽائيٽل سان هي ڪتاب 254 صفحن تي مشتمل آهي. هن ڪتاب جو پهريون ڇاپو 1956ع، ٻيو ڇاپو 1972ع، ٽيون ڇاپو 1979ع ۽ چوٿون ڇاپو 1992ع ڌاري، سنڌي ادبي بورڊ حيدرآباد شايع ڪيو. هن ڊيمي سائيز ڪتاب جي قيمت 25 روپيا آهي.

**سون ولهار** (ديهه) : تعلقي ڪوٽڙيءَ جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

پانڌي شورو، حاجي مانجهو شورو، اشرف سمون، قادن شورو، نبي بخش ڪوسو، محمد علي خاصخيلي، اسحاق ڪوسو، لعل بخش ڪوسو، يوسف خاصخيلي، حاجي شورو، گوپانگ ڳوٺ، حاجي مراد، ڪريم اسڪوائر ڪوٺ، ٽيڪسٽائل ڪالوني، ڪوئيٽا ٽيڪسٽائل ملن تي بي سينٽوريم ڪالوني، ٻولهاڙي ڪيمپ، خانزاده ڪالوني، پاور هائوس واپڊا ڪالوني، ديوان ٽيڪسٽائل ڪالوني، نگينا ڪالوني، غلام حسين هدايت الله، ڪريم ڪاٽن ليبر ڪالوني، بهار ڪالوني ڳوٺ، شهريار ٽيڪسٽائل ملز ڳوٺ، امير بخش ڳوٺ، الهوراڻيو خاصخيلي، ٽيڪنيڪل ڪاليج گڏ ڳوٺ، لونگائي، ال امين ٽيڪسٽائل ڪالوني ڳوٺ.

**سونو مل ڪنگهاراڻي**: ڊاڪٽر سوني مل ڪنگهاراڻيءَ، تعلقي مٺي، ضلعي ٿرپارڪر جي ڳوٺ مٺڙيي سومرا، والم ميگهواڙ جي گهر ۾، 2 مارچ 1956ع تي جنم ورتو.



سندس وڏن جو آبائي ڳوٺ سڙهه، تعلقو ڏيپلو هو، شاديءَ بعد سندس والد والم گذر معاش جي لحاظ کان پنهنجي ساهراڻي ڳوٺ مٺڙيي سومرا ۾ اچي رهيو جتي سوني جي پڙهائي ۽ پرورش جو ذمو سندس مامي لالو مل ڪنيو. هن پرائمري تعليم ڳوٺ مٺڙيو سومرا مان حاصل ڪئي، انگريزي تعليم مڊل تائين چار ڪلوميٽر ڳوٺ کان پري، ڳوٺ ڪاڪٺهار رحم عليءَ ۾ پيرين پنڌ ڪري حاصل ڪئي. مئٽرڪ هاءِ اسڪول مٺيءَ مان سال 1974ع ۾، انٽر حيدرآباد مان ايگريڪلچر سائنس ۾ سيڪنڊ ڪلاس ۾، 1976ع ۾ پاس ڪري، 1981ع ۾ سنڌ زرعي يونيورسٽي، ٽنڊي ڄام مان ڊي. وي ايم (DVM) جي ڊگري حاصل ڪيائين. ڊگريءَ جي حاصلات بعد ساڳيءَ يونيورسٽي ۾ ليڪچرار ٿيو جتان ڪجهه وقت ڪانپوءِ ڪارپوريٽ سيڪٽر ۾ داخل ٿيو ۽ مختلف خدمتون سرانجام ڏيندي غيرسرڪاري اداري NRSP ۾ ڪم ڪرڻ شروع ڪيائين ۽ پاڪستان جي مختلف علائقن ۾ سماجي جاڳرتا ۽ چوپائي مال جي انتظامڪاريءَ جون خدمتون سرانجام ڏنائين. ’سيو دي چلڊرين‘ (Save The Children) پاران ٿر ۾ شروع ڪيل پروجيڪٽ ٽي. آر. ڊي. پي ۾ نوڪري ڪيائين. ان پراجيڪٽ جي ’ٿرديپ رورل ڊيولپمينٽ پروگرام‘ (TRDP) طور رجسٽرڊ ٿيڻ ڪانپوءِ سونو ڪنگهاراڻي اُن جو پهرين ايگزيڪيوٽو ڊائريڪٽر ۽ پوءِ چيف ايگزيڪيوٽو آفيسر مقرر ٿيو هڪ ڏهاڪي تائين پاڻ ان عهدي تي فائز رهڻ ڪانپوءِ ٿرديپ مان استعيفا ڏئي، اترسنڌ جي 9 ضلعن ۾ سنڌ حڪومت جي سهڪار سان قائم ڪيل اداري ’سنڌ رورل سپورٽ آرگنائيزيشن‘ (SRSO) جي چيف ايگزيڪيوٽو آفيسر طور ذميواريون سنڀاليائين، جتي ڪجهه سال خدمتون سرانجام ڏيڻ ڪانپوءِ هن وقت هڪ ٻئي اداري Hisaar Foundation جو چيف ايگزيڪيوٽو آفيسر آهي.

ڊاڪٽر سوني ڪنگهاراڻي، ملڪي توڙي غير ملڪي فورمن تي پيڙيل طبقن جي نمائندگي ڪئي آهي ۽ تمام گهڻو غير ملڪي سفر ڪيو آهي. غربت جي گهاٽي ۾ پيڙجندڙ طبقاتي پسمنظر رکندڙ سوني مل ترقيءَ بابت جيڪي خواب ڏٺا هئا، انهن کي ساڀيان ڪرڻ لاءِ هو ڏينهن رات سرگرم عمل آهي. سندس خدمتن جي اعتراف ۾ حڪومت پاڪستان، 2009ع ۾، ڪيس صدارتي اوارڊ سان نوازيو. ڊاڪٽر سوني ڪنگهاراڻيءَ کي ٽن پٽن ۽ هڪ نياڻيءَ جو اولاد آهي.

**سونهارو** (ديهه) : تعلقي روهڙي ۽ ضلعي سکر جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

ڪورڪاٽي، سونهارو، غلام باري، صديق شنباٽي، مير عاشق حسين ۽ بهادر خان.

**سونهارو پٽي** (ديهه) : هيءَ تعلقي ميروخان، ضلعي قمبر-شهدادڪوٽ جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

شير محمد اسراڻ، جمعو پٽي، ٽرڙي، پنهل پٽي، سائين رکيو بروهي، مير حسن بروهي، شهداد خان ۽ ٻهر خان پٽي.

**سونهري** (ديهه) : هيءَ ديهه، ڳوٺ حاجي ولي محمد شاهه، نزد ڏگهڙي، تعلقي ميرپورخاص ۾ آهي. هتي هڪ قديمي پڙو پڻ آهي. انگريزن جي زماني ۾ ڳوٺ سونهريءَ ۾ ڌاڙو لڳو هو، جنهن جو الزام صوفي فقير جي بزرگ شخصيت، صوفي قلندر بخش تي هنيو ويو هو، ڪيس هليو، پر مٿس اهو الزام ثابت نه ٿيو. اهو واقعو اڄ تائين مشهور آهي. سونهريءَ ۾ اڳي هندو سونارا رهندا هئا. هن وقت سونهريءَ ۾ سيد حاجي گل حسن شاهه ولد حاجي اجن شاهه، حاجي روشن علي شاهه ۽ ولي محمد شاهه ولد حاجي جلال شاهه وارا زميندار توڙي رضوي سادات رهندڙ آهن. موجوده حاجي گل حسن شاهه جو پڙڏاڏو گل حسن شاهه، انگريزن جي دور ۾ اها زمين آنهي (پارت) جي سيشن ڪورٽ ۾ بنا وڪيل جي وڪالت ڪري ستن ٻولين ۾ درخواست ڏئي حاصل ڪئي هئي.

**سونهري جاگير** (ديهه) : هي تعلقي ڏوڪري ضلعي لاڙڪاڻي جي هڪ ديهه آهي، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

بخش جتوئي، چنو واهڻ ۽ روشن آباد.

**سونيتي**: سونيتي اُڊيجيءَ جو داستان ڪلهوڙن ۽ ٽالپرن جي دور حڪومت جو آهي. سردار جسڪاڻي اُڊيجي جي ڌيءَ سونيتيءَ تي ميان سرفراز خان ڪلهوڙو، ميان عبدالنبي، ميان غلام نبي ڪلهوڙو ۽ مير باگو خان ٽالپر عاشق هئا، پر اها مير باگي خان ٽالپر جي نڪاح ۾ آئي. ميان سرفراز خان ڪلهوڙي سنڌ جي بادشاهه ٿيڻ شرط سردار جسڪاڻي اڊيجي کان سندس ڌيءَ جي سڱ جي گهر ڪئي. ڪلهوڙا حاڪم مرشد هئا، انهيءَ ڪري سونيتيءَ جو پيءُ انڪار نه ڪري سگهيو ۽ جلد سنڌ راڻي سونيتيءَ جو ميان سرفراز خان سان وڏي ڌام ڌوم سان مڱڻو ٿيو،

اُهو ڏسي ميان غلام نبي، ميان عبدالنبي خان ۽ مير باگو خان پريشان ٿي ويا. انهيءَ ڪانپوءِ ميان سرفراز خان پنهنجي ناعاقبت انديشيءَ سبب راڄي ليڪيءَ جي چرچ تي مير بهرام خان ٽالپر ۽ مير صوبدار خان ٽالپر کي دربار ۾ گهرائي قتل ڪرائي ڇڏيو، جنهن ڪانپوءِ سڄيءَ سنڌ ۾ افراتفريءَ جو سلسلو شروع ٿي ويو. ميان سرفراز خان کي پٽ، ڀاءُ ۽ چاچي سميت حيدرآباد جي قلعي ۾ قيد ڪيو ويو. انهيءَ ڪانپوءِ ميان غلام نبي تخت تي ويٺو. ميان غلام نبي تخت تي ويهڻ شرط سونيتيءَ جي پيءُ کي گهرائي سونيتيءَ جي سڱ جي گهر ڪئي. سونيتيءَ جي پيءَ سڱ ڏيڻ کان انڪار ڪندي چيو ته، 'جيستائين ميان سرفراز خان جيئرو آهي، تيستائين سونيتي اُن جي مڱ آهي.' اهو جواب ٻُڌي ميان غلام نبيءَ کي ڪاوڙ لڳي ۽ هڪدم سونيتيءَ جي پيءُ کي قتل ڪرائي ڇڏيائين ۽ حڪومت جي زور تي سونيتيءَ سان نڪاح ڪرڻ جو ارادو ڪيائين، پر جلد ئي ميان غلام نبي ڪلهوڙو، لانياريءَ واري جنگ ۾ مارجي ويو ۽ ڪانئس پوءِ سندس ڀاءُ ميان عبدالنبيءَ تخت نشين ٿيو.

ميان عبدالنبيءَ تخت تي ويهڻ شرط ميان سرفراز خان عباسيءَ کي پٽ، ڀاءُ ۽ چاچي سميت حيدرآباد جي قلعي ۾ قتل ڪرائي ڇڏيو ۽ ان ڪانپوءِ سونيتي جي ڀاءُ سائين ڏني اڍيجي کي گهرائي چيائين ته، 'جيڪڏهن سونيتيءَ جو رشتو نه ڏيندين ته پيءُ وانگر مفت مارجي ويندين.' اهو ٻڌي سائينڏني هڪدم رشتو قبول ڪندي پنهنجيءَ ڀيڻ جو ميان عبدالنبيءَ سان مڱڻو ڪرائي ڇڏيو. مڱڻي ڪانپوءِ ميان عبدالنبيءَ، سائين ڏني اڍيجي کي حڪم ڏنو ته سونيتيءَ کي محل ۾ وٺي اچي. اها خبر جڏهن مير باگي کي پئي ته هن سائينڏني ۽ سونيتيءَ کي وٺي اچي ٽالپرن جي سردار مير فتح علي خان ٽالپر جي پناهه ۾ ڏنو. اها خبر جڏهن ميان عبدالنبيءَ کي پئي ته کيس ڏاڍي ڪاوڙ آئي، پر ڪري ڪجهه به نه سگهيو ۽ ترت ڪلهوڙن ۽ ٽالپرن جي وچ ۾ هالاڻيءَ جي فيصلي ڪن جنگ لڳي، جنهن ۾ ميان عبدالنبي هار ڪائي سنڌ ڇڏي ڀڄي ويو ۽ مير فتح علي خان ٽالپر سنڌ جو پهريون ٽالپر حڪمران ٿيو.

سونيتيءَ بابت اهو مشهور ٿي چڪو هو ته جنهن سان سندس مڱڻو ٿئي ٿو، سو سلامت نه ٿو رهي. انهن ڳالهين کي مدنظر رکندي ٽالپر اميرن دربار ۾ فيصلو ڪيو ته جيڪو به سنڌ راڻي سونيتيءَ سان نڪاح ڪندو، ان کي تخت ۽ ملڪيت تان هٿ ڪڍڻو پوندو. مير فتح علي خان ٽالپر اُن تي چيو ته 'آءٌ سونيتيءَ جو پيءُ بنجي کيس پرڻائيندس'. مير باگي خان ٽالپر اُٿي اهو اعلان ڪيو ته 'مون کي هر شرط قبول آهي، سنڌ راڻي سونيتيءَ سان منهنجو نڪاح ڪيو وڃي'. مير مرزي ٽالپر جي پٽ مير باگي خان جي فيصلي کي سيني ٽالپر اميرن قبول ڪيو. مير فتح علي خان ٽالپر فرمان جاري ڪيو ته، مير باگو خان ٽالپر سنڌ راڻي سونيتيءَ کي وٺي، گوني (ڦليليءَ) جي ايراضيءَ ۾ هڪڙو واهه کوٽائي ۽ ان واهه جي پاڻيءَ تي جيترين به زمينون آباد ٿينديون، اُهي سنڌ راڻي سونيتيءَ جي جاگير هونديون. مير باگي خان مال ملڪيت ۽ تخت تاج ڇڏي سنڌ راڻي سونيتيءَ سان نڪاح ڪري، لاڙ ۾ اچي، ڦليليءَ جي پوڇڙ واري علائقي ۾ هڪ واهه کوٽايو. انهيءَ واهه تي هزارين ايڪڙ زمين آباد ٿي. ان ئي علائقي ۾ مير باگي 'ٽنڊو باگو' شهر ٻَڌايو. ٽنڊو باگو هن وقت بدين ضلعي جو وڏو شهر ۽ تعلقي جو هيڊڪوارٽر آهي. مير باگي جو کوٽايل واهه اڄ به ٽنڊي باگي شهر جي پر مان وهي ٿو ۽ 'باگو واهه' جي نالي سان مشهور آهي.

**سوني ڍنڍ:** هيءَ ڍنڍ دادو ضلعي جي ميهڙ تعلقي ۾ واقع آهي. هي هڪ قديم ڍنڍ آهي، پر هاڻي پوري مقدار ۾ پاڻي نه پهچڻ سبب ختم ٿي رهي آهي. هيءَ ڍنڍ به فشريز کاتي وارا نيلام ڪندا آهن. هن ڍنڍ ۾ مڇي ۽ پکين جو شڪار ٿيندو آهي.

**سونيل:** سونيل ٻوٽو سخت زمين ۾ ٿيندو آهي. پاڙ کان ٿورو مٿيرو سنهيون ٽاريون ڪري، جهُڳٽي وانگر بيهندو آهي. هن ٻوٽي ۾ پيلا گل ٿين ٿا، جن ۾ وڻندڙ خوشبوءِ ٿيندي آهي. رڍون، ٻڪريون ۽ اٺ هن ٻوٽي کي چاهه سان کائيندا آهن.

**سؤڻ:** هند ۽ سنڌ جي ثقافت جي ڪُهني سوچ ۽ هڪ عام روايت آهي، نه رڳو سنڌ ۾، پر برصغير جي، بلڪ دنيا جي هر علائقي ۾ عام طرح سان وهمن ڀرمن جو شڪار ٿي، سَوڻ ساٽ ڪيا وڃن ٿا. سَوڻ ڪرڻ جو طريقو هر هنڌ مختلف هوندو آهي. گهر کان ٻاهر نڪرڻ يا ڪنهن چڱي ڪم جي ارادي سان وڃڻ مهل يا غمي خوشيءَ جي موقعي تي ٿيندڙ ننڍين وڏين وارداتن، حادثن ۽ گهٽنائن کي ڏسي وائسي ڪم جو ارادو جوڙبو آهي ته جيئن اهو ڪم سٺي نموني سان انجام تي پهچي سگهي. سائنسي سوچ مطابق هي هڪڙو وهم آهي، پر اڪثر اڳاٽي دور ۾ سنڌي ماڻهوءَ جو يقين هوندو هو ته اُهي اڄ به سؤڻ ويچاريندا آهن. چوندا آهن ته: 'سَؤڻ سَڄڻ، من ويري' يعني دل ڪم ڪرڻ لاءِ تڪڙ ڪندي آهي، پر جي ڪم نه ٿيڻو هوندو ته سوڻ به اهڙو ئي ٿيندو. جنهنڪري ترسڻ چڱو آهي. پر جيڪڏهن سوڻ کي ٽاري دل جي ڳالهه تي هلبو ته ڪا نه ڪا تڪليف ڏسڻي پوندي. سوڻ مطابق مسافري نه ڪرڻ جا ڪي خاص ڏينهن ۽ خاص رخ مقرر ڪيل هوندا آهن. سومر ۽ ڇنڇر جي ڏينهن تي اُتر طرف مسافري نه ڪندا آهن. جمعي ۽ آچر جي ڏينهن اولهه طرف، اڱاري ۽ خميس جي ڏينهن ڏکڻ طرف ۽ سومر جي ڏينهن اوڀر طرف مسافري نه ڪندا آهن، ڇو ته اُن ڏينهن تي اُن طرف 'ڏساسول' هوندو آهي (جنهن طرف ڏساسول هوندو آهي، ان طرف سفر نه ڪجي. نجوم وارن موجب هن جو اثر روزانو نو گهڙيون، ٽي ڪلاڪ ۽ ٽيهه منٽ، سج لهڻ وقت رهي ٿو). جنهنڪري ڪم به نه ٿيندو ۽ تڪليف به سهڻي پوندي. ٽڙ ۾ اڇي رنگ ۽ ڪجهه ڪارن ليڪن سان هڪ ننڍو پکي ٿيندو آهي، جنهن کي سنڌيءَ ۾ 'ملهالو' چئبو آهي. ٽڙ ۾ عام عقيدو آهي ته، گهر کان نڪرڻ مهل جي اهو پکي ساڄي پاسي ڪنهن سائي وڻ تي ويٺل

هجي تہ ڪم يڪدم ٿيندو ۽ جي اهوئي پکي ڪنهن سُڪل وڻ جي ڪانيءَ تي يا پٽ تي ويٺل ڏسبو تہ ڪم تڪليف سان ٿيندو. جنهن ڪي ٽري ماڻهو چوندا آهن 'مالهاري ٿئي ٿي'، پرجي اهو پکي ڪاہي پاسي ڪان ويٺل ڏسجي تہ چوندا 'سانگوٽي ٿئي ٿي'، پوءِ اهي ڪم تي وڃڻ يا نہ وڃڻ جو فيصلو ڪندا. منزل واري ڳوٺ يا ماڳ تي پهچڻ وقت جيڪڏهن اهو پکي ساڄي پاسي ڪان ڏسبو تہ چوندا "مالهاري ٿئي تي ۽ ڪم ڪونہ ٿيندو". پرجيڪڏهن ساڄي پاسي ويٺل هوندو تہ چوندا تہ "سانگوٽي ٿئي تي ڪم جلد ٿيندو."

ڪر ڏائو، وسيئر جمٽو، مڙو اَپڻو جائي،
اِتا سَوڻ لي چلي، تو ڪڏهي نہ خطا ڪائي.

[ساڄي پاسي ڪان گڏهہ هينگ ڪري يا نانگ بلا ڏسجي يا قوقاڙ جو آواز ٻڌجي، مڙدو پُٺيرو ڪٽي ويندا هجن، جيڪو ماڻهو اهي سؤڻ ڏسي اڳتي وڌندو، اهو ڪڏهن بہ تڪليف نہ ڏسندو.]

هاري ہني پوکڻ وقت جڏهن گهران نڪرندو آهي، تڏهن بہ ڪيس سوَڻ ڏسڻو پوندو آهي، جيڪڏهن ڪا عورت سامهون ڪان ٺلهو گهڙو ڪٽي ايندي آهي تہ خراب سوَڻ، ڀريل دلو سامهون اچي تہ سٺو سوَڻ، سهاڳڻ زال يا ڪنواري ڇوڪري ڀريل دلن سان سامهون اچي تہ تمام سٺو سوَڻ سمجهيو وڃي ۽ انهن دلن مان ٿورو پاڻي وٺي وات ۾ وڌو وڃي ٿو. اُن مان مراد تہ جنهن ڪم لاءِ وڃجي پيو، ان جي پڪ ملي وئي. رنڙ زال سامهون اچي تہ تمام برو سوڻ سمجهيو وڃي ٿو. نڪرڻ وقت جيڪڏهن ڪاہي ڪان تترجي تنوار ہڌبي تہ تمام سٺو ۽ جي ساڄي تتر ہولي تہ خراب سمجهيو ويندو آهي، ۽ پهچڻ واري جاءِ تي تترجي ساڄي تنوار کي سٺو ۽ ڪاہي تنوار خراب سمجهيو وڃي ٿو. منزل تي وڃڻ وقت ساڄي پاسي پيرپ پکيءَ (چہري) کي ۽ ساڄي ڪان گُگهہ پکيءَ جو آواز ٻُڌڻ ۾ اچي ۽ خيال نہ ڪري اڳتي وڌجي تہ سمجهيو ويندو آهي تہ مسافريءَ تي ويندڙ سان ڪو بہ حادثو پيش اچي سگهي ٿو. مسافريءَ دؤران جيڪڏهن نور اڳيان رستو اورانگهي ويو تہ بچڙو سوڻ سمجهن. ڏينهن جو ہلي اڳيان مٽي وڃي تہ خراب ۽ جي رات جو اڳيان مٽي تہ سٺو سوَڻ سمجهيو وڃي ٿو. وڃڻ وقت جي ڪُتي ڪن ڦڙڦڙايا تہ خراب ۽ جي پٺيان ڪنهن سڏ ڪيو يا ڇڪ ڏني تہ بہ خراب، ان حالت ۾ مسافري نہ ڪبي ۽ ترسڻو پئجي ويندو. ڇڪ جا بہ مختلف ويچار ڪيا وڃن ٿا. ڪاہي پاسي ڪان ڪنهن ماڻهو 'ڇڪ' ڏني تہ سٺو، سامهون ڪان ڇڪ جو آواز ٿيو تہ جهگڙو وغيره ٿيندو. ساڄي پاسي ڪان ڇڪ کي ملڪيت جو نقصان سمجهيو وڃي ٿو. اُوچائيءَ يا ڪنهن جبل تي چڙهندي ڇڪ اچي وڃي تہ ڪاميابي ملي ٿي. سفر دوران جيڪڏهن هڪڙي ئي وقت ۾ ہہ يا ٽي ڇڪون گڏ اچن ٿيون يا هڪ هڪ اچي ٿي تہ سٺو سمجهيو وڃي. ڪانءَ پکيءَ جا بہ ڪيترائي سوَڻ مڃيا وڃن ٿا، جيڪڏهن ڪانءَ صبح مهل گهر جي ڇت تي، ڇپر تي يا دريءَ مٿان 'ڪان ڪان' جو آواز ڪري تہ سمجهيو وڃي ٿو گهر ۾ مهمان اچڻو آهي. جيڪڏهن 'ڪي ڪي ڪري' تہ گهر ۾ جهيڙو ٿيندو. جيڪڏهن 'ڪرو ڪرو' يا 'ڪٽ ڪٽ' جو آواز ساڄي پاسي ڪان ڪري تہ مسافري خيريت سان ٿئي ۽ ڪم ۾ ڪاميابي ملي ٿي، پرجيڪڏهن ڪاہي پاسي ڪان انهيءَ قسم جا آواز ڪري تہ مسافريءَ ۾ ڪا نہ ڪا تڪليف پيش ايندي. جيڪڏهن ڪانءَ 'ڪيڪئہ، ڪيڪئہ' جو آواز اُچاري تہ اهو تمام سٺو سوڻ سمجهيو وڃي ٿو ۽ ان ڏينهن برسات پوڻ جو بہ امڪان رهي ٿو. ماڪوڙين يا ڪيڙين جو آنا ۽ داڻا کڻي ہرن ۾ وڃڻ جي سوَڻ کي برسات اچڻ جو سؤڻ سمجهيو وڃي ٿو. ماڪوڙين کي ڪنپ ٿيڻ کي بہ برسات جو سؤڻ سمجهيو ويندو آهي. ان ڪان سواءِ وڻن جو ڪومائجڻ ۽ پيلو ٿيڻ، ڏِکيءَ جي پُٺي سيري ڏسڻ، چنڊ جي پويان ڏار يا گول ليڪو ڏسڻ کي بہ برسات جو سوَڻ سمجهيو وڃي ٿو.

انهن ڪان سواءِ ہيا ڪيترائي سؤڻ سمجهيا وڃن ٿا، مثلاً: عورت جي هنج ۾ ہار، مساڻن ڏانهن ويندڙ مڙدو، ڏوتل ڪپڙا کڻي ويندڙ ڌوبي، اڇو ڍڳو ۽ ڍڳي، گهوڙو، هاٿي ۽ پالڪي، گهر ڪان ٻاهر نڪرڻ مهل ڏسجن تہ تمام سٺا سمجهيا وڃن ٿا. سج اُيرڻ ڪان پهرين سج سامهون منهن ڪري ڪُتا اوناڙيون ڪن تہ اُن گهٽيءَ يا اُن علائقي ۾ ڪنهن جو موت واقع ٿي سگهي ٿو.

گهر ڪان نڪرڻ وقت پهرين نظر جيڪڏهن وانجهہ عورت، ڪُبڙي عورت، رن زال، نانگ، چمڙي، هڏي، باهہ ہلين جو وڙهڻ، اگهاڙي مرد، ٺوڙهي، انڌي ۽ پيٽ واري عورت تي پئي ٿي تہ تمام خراب سوَڻ مڃيو وڃي ٿو. گهر جي اندر گهڙڻ مهل پهرين ساڄو پير رکجي تہ گهر آباد رهندو، کاٻو رکبو تہ سٺو سوَڻ ڪونہ ٿيندو.

ڏٺو وڃي تہ اهي سمورا سوڻ ۽ سموريون ڳالهيون جهالت جي ان دور جون يادگار آهن، جڏهن انسان غير يقيني حالتن ۾ گذاريندو هو ۽ ٿيڻي، اڻ ٿيڻي يا سٺي يا خراب ٿيڻ جو جواز سمجهي نہ سگهندو هو. تعليم حاصل ڪرڻ ڪانپوءِ اهي سوڻ غير اهم بنجي ويا آهن.

**سوويت بلاڪ**: سرد جنگ دوران 'سوويت بلاڪ' اصطلاح طور سڄيءَ دنيا ۾ ڪتب آندو ويندو هو. ہيءَ مهاياري ويڙهہ دوران بين الاقوامي سياسي نظام ہن ڌرين ۾ ورهائجي ويو هو، جنهن مان هڪ ڌر جي اڳواڻي آمريڪا ۽ ہيءَ جي اولہ يورپ ڪري رهيو هو، جيڪا ڌُر ڪميونسٽ رياستن سان لاڳاپيل هئي. ان ڌر کي 'سوويت بلاڪ' جي نالي سان سڏيو ويو. هن بلاڪ تي اهو نالو 'سوويت يونين' جي سرواڻيءَ سبب پيو. سوويت يونين ڪانسواءِ اولہ ۽ وچ يورپ جا ملڪ جن ۾: پولينڊ، هنگري، رومانيا، بلغاريہ، اولہ جرمني، البانيا، چيڪو سلواڪيہ وغيره شامل هئا، بہ سوويت بلاڪ جا ميمبر هئا (**وڌيڪ ڏسو: روس، جلد ڇهون**).

**سوها** (ذات): سوها، راجا چندر ونسيءَ جي نسل مان هندو ۽ مسلمان راجپوت آهن. ملتان ۾ رهندڙ سوها پاڻ کي جٽ چوائين ٿا. ٿي سگهي ٿو تہ سوها ۽ سوهو هڪ ئي ذات جو لفظي بگاڙ آهي. سوها جنهن جاءِ تي ويٺا، ان هنڌ کي موضع سوها جو نالو ڏنو ويو، جيڪو هن مصرع مان

نڪري ٿو. 'سوها وھ از سوها حست آباد' (639ھ). موضع سوها ۾، ڪلپال پٽي راجپوت پڻ ان زماني کان وٺي آباد آهن. 725ع ڌاري پٽين ۽ سوهن ۾ دنگن تان فساد ٿيا، جنهنڪري سوها (سوهو) هجرت ڪري ويا. هن ذات وارا ملتان ۾ جتڪي، جڏهن ته سنڌ ۾ سنڌي زبان سان گڏ سرائڪي به ڳالهائين ٿا.

سوها ذات مان پروفيسر عطا محمد حامي، ٺٽي ضلعي جي صوبائي اسيمبليءَ جو ميمبر هير سوهو، مشهور سياسي اڳواڻ اسماعيل سوهو ۽ ابراهيم سوهو مشهور آهن.

**سوهارتو** (Suharto): انڊونيشيا جو ٻيو صدر، جنهن 1968ع کان 1998ع تائين جي صدارتي عرصي دوران ملڪ جي اقتصادي ترقيءَ ۾ ڪردار ادا ڪيو. سوهارتو وچ جاوا جي شهر يوگيہ ڪارتا ۾، 8 جون 1921ع ۾ هڪ هاريءَ جي گهر ۾ جنم ورتو. هي ننڍڙو ئي هو ته سندس والدين ۾ علحدگي ٿي پئي، تنهنڪري سندس پرورش سندس ماتيجي ماءُ ۽ ٻهراڙيءَ ۾ رهندڙ سندس مختلف مائٽن وٽ ٿي. سوهارتو جاوا جي مختلف مقامي اسڪولن ۾ تعليم حاصل ڪري هڪ بئنڪ ۾ ملازم ٿيو ۽ 1940ع ۾ ڊچ فوج ۾ شموليت اختيار ڪيائين. ٻن سالن ڪانپوءِ کيس فوج ۾ سارجنٽ جي عهدي تي ترقي ملي. جپان ٻي عالمگير جنگ ۾ انڊونيشيا تي حملو ڪري ان تي قبضو ڪيو ته سوهارتو جپاني فوج ۾ شموليت اختيار ڪري، فوجي تربيت حاصل ڪئي. بعد ۾ انڊونيشيا طرفان 1945ع ۾ آزاديءَ جي اعلان ڪانپوءِ جڏهن نئين فوجي تشڪيل ٿي ته هُو ان فوج ۾ شامل ٿيو ۽ پنجن سالن تائين ڊچن جي خلاف وڙهيو جيڪي انهي علائقي ۾ پنهنجو اثر رسوخ وڌائڻ ۾ مشغول هئا. انهيءَ ويڙھ مان اهو فائدو ٿيو جو ڊچ نيوگني کان سواءِ باقي انڊونيشيا مان هليا ويا. ايندڙ پندرهن سالن دوران سوهارتو کي فوج ۾ تمام گهڻيون ترقيون مليون. 1950ع واري ڏهاڪي جي شروعات ۾ هن ملڪ اندر ٿيندڙ شورشن کي مڙس ٿي منهن ڏنو ۽ انهن کي ختم ڪيو. 1957ع ۾ کيس جاوا جي مرڪزي فوجي ڊويزن جي قيادت ڏني وئي. 1960ع ۾ هو برگيڊيئر جنرل جي عهدي تي پهتو. 1960ع ۾ هن ڊچن کان انڊونيشيا جي هڪ صوبو حاصل ڪرڻ لاءِ فوجي آپريشن ڪيو. 1963ع ۾ کيس فوج اسٽريٽجڪ ڪمانڊ جو انچارج ڪيو ويو. 1960ع واري ڏهاڪي ۾ انڊونيشيا تي ڪميونسٽ پارٽي ۽ فوج تمام گهڻي طاقت حاصل ڪري ورتي، جڏهن فوج جي منحرف 'ڪميونسٽ' ڌڙي جڪارتا جي گاديءَ واري هنڌ جو ڪنٽرول سنڀاليو ته سوهارتو طاقت جو



استعمال ڪندي اُن ڌڙي کي ختم ڪري ڇڏيو هي فوجي ۽ سياسي طور نهايت ذهين شخص هو.

مارچ 1967ع ڌاري هن صدر سوئيڪارنو کي قائل ڪري ڪانئس وڏا اختيار ان شرط تي حاصل ڪري ورتا ته هو امن ۽ سلامتيءَ کي بحال ڪندو ۽ کيس انڊونيشيائي پارليامينٽ ۾ قائم مقام صدر منتخب ڪيو ويو ۽ سوئيڪارنو جي قتل ڪانپوءِ 1968ع ۾ هو انڊونيشيا جو ٻيو نمبر صدر چونڊيو ويو. سوهارتو شروع کان وٺي سوئيڪارنو جي ابتڙ ڪميونسٽ مخالف نقطہ نظر تي هليو. اهڙين ڪيترين تنظيمن کي ختم ڪري ڇڏيائين، جن کي هو پنهنجي اقتدار لاءِ خطرناڪ سمجهندو هو. 1975ع ۾ هن ايرندي تيمور تي حملو ڪري انهي علائقي کي انڊونيشيا ۾ شامل ڪري ڇڏيو. هن مغربي ملڪن سان سفارتي ناتا بهتر ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي، جن کي سوئيڪارنو خراب ڪري ڇڏيو هو. هن ملائيشيا سان ملڪي ناتا بهتر ڪري اقوام متحده ۾ ٻيهر شموليت اختيار ڪئي. ساڳئي وقت هن ڪميونسٽ چين سان پنهنجا سفارتي تعلقات ختم ڪري ڇڏيا.

1990ع ۾ هن ڪمبوڊيا ۽ چين سان ملڪي معاملا سڌا ڪري پنهنجا لاڳاپا بهتر ڪيا. 1997ع ۾ سندس ڇهون ڀيرو صدر هجڻ جو مدو پورو ٿي رهيو هو. پر هن صدر واري عهدي تان رٽائر ٿيڻ جو به خيال نہ ڏيکاريو. ساڳئي سال ملڪ ۾ زبردست بحران پيدا ٿيو. ڪرنسيءَ جي قيمت صفا پٽ پئجي وئي، جيڪا پوءِ سندس دور ۾ بحال نہ ٿي سگهي. ان صورتحال ۾ آءِ ايم. ايف به ڪا امداد نہ ڏني، چاڪاڻ جو سندن خيال هو ته سوهارتو جي هوندي معيشيت بهتر ٿيڻ ممڪن نہ هئي. 1998ع ۾ سوهارتو ملڪ جو ستون ڀيرو صدر چونڊيو ويو. ڪابينا ۾ ڪجھ تڪراري نامزدگين ڪرڻ سبب يونيورسٽيءَ جي شاگردن احتجاجي مظاهرا ڪيا. مظاهرن سبب پوليس جي هلايل گولين سبب 6 شاگرد مري ويا. جنهنڪري ملڪ ۾ ٻن ڏينهن تائين سخت لاقانونيت پيدا ٿي، جنهنڪري ٻيا به 500 شهري مارجي ويا. جنهنڪري سندس سياسي مخالف کي موقعو مليو. ان دٻاءُ سبب کيس 21 مئي 1998ع تي استعيفا ڏيڻي پئي ۽ سندس نائب صدر بي. جي. جيبي صدر ٿيو. ترت مٿس ڪرپشن جا ڪيترائي ڪيس داخل ٿيا ۽ ڪانئس 9 جولاءِ 2007ع تي ڪروڙين آمريڪي ڊالر اوڳاڙيا ويا.

جنوري 2008ع ۾ کيس دل جي عارضي سبب جڪارتا جي اسپتال ۾ داخل ڪيو ويو هو. جتي 23 جنوري 2008ع تي گذاري ويو. سندس وفات تي انڊونيشيا جو جهنڊو اڌ ڏينهن تائين جهڪايو ويو هو.

**سوهس گُٽي**: هيءَ ول اڪثر ٿر ۾ ڪيڙيءَ يا ڪيڙجنڊڙ ٻنين ۾ ٿيندي آهي. حڪيم هيءَ ٻوٽي سج لٿي مهل پٽي ڪپڙي سان ڍڪي، چانو ۾ سُڪائيندا آهن. هيءَ ول پرميل ۽ ٻين ڪن بيمارين ۾ گهوٽي پيار ٻي آهي. هن جا پن ڪنڊيءَ جي پنن جهڙا آهن. هيءَ ول پاڙ جي چوڌاري گول دائري ۾ وڌندي ويندي آهي. هي ول گهڻو ڪري اونهاري جو بہ نہ

سُڪندي آهي ۽ سدائين سائي بيٺي هوندي آهي. هيءَ ول ڪيترين بيمارين ۾ ڪم اچي ٿي، جنهنڪري مٿس 'سوهس گٿي' يعني 'سؤ گُڻن واري' نالو پئجي ويو آهي.

**سُوئا/ سُوا** (Dill): سوئا، سونف جهڙو هڪ ٻوٽو آهي، جنهن جا پن سونفن کان ننڍا ۽ گُل، سونهن وانگر ڇتيءَ نما ٿين ٿا. سوئا کي اردوءَ ۾ سوئا، انگريزيءَ ۾ Indian Dill seed ۽ لاطينيءَ ۾ Anethums Sowa چوندا آهن. هن جو اصلي وطن ڏکڻ يورپ آهي. ان ڪانسواءِ ايشيا ۾ عام



پوکي وڃي ٿي. هندستان ۽ پاڪستان ۾ هن جي ٻاڄيءَ جي فصل طور پوک ٿئي ٿي. سوئا جي ٻج مان عرق ڪڍي هاضمي جو شربت تيار ڪبو آهي، جيڪو پيٽ جي آڦريءَ ۽ سوڄ کي فائدو ڏئي ٿو. سوئا، ٻاڄين ۽ ڇانورن ۾ مصالحي طور ڪم ايندي آهي ۽ انهن کي خوشبودار بنائيندي آهي. گوشت رڌڻ وقت سوئا وجهبي آهي تہ گوشت جي بوءِ ختم ٿي ويندي آهي.

**سوئر/ مرون/ خنزير** (Indian Wild/ Sus Scrofa) بدصورت، خوفناڪ ۽ اڻ وڻندڙ جانور. هن جو قد 33 کان 36 انچ جو ٿئي ٿو ۽ جسم 0.9 کان 1.8 ميٽر (3.6) فٽ ٿئي ٿو. هن جو پڇ 30 سينٽي ميٽر هوندو




آهي. سنڌ ۾ نر سوئر جو وزن 145 ڪلوگرام ۽ مادي 60 کان 80 ڪلوگرام جي برابر ٿئي ٿي. هن جانور جا وار ٿلها، کهرا ۽ وڏا ٿين ٿا. رنگ ڪارو ناسي گهرو سُرمائي يا وري ڪن ملڪن ۾ اڇو رنگ بہ لئيس. پنيءَ تي مٿي کان آخر تائين وارن جي جهنڊ هوندي اٿس. سوئر جي ڪاڏيءَ هيٺان وارن جو رنگ هلڪو هوندو آهي، جڏهن تہ نر سوئر مادي کان جسم ۽ قد بت ۾ وڏو ٿيندو آهي. هن جي جسم مان هڪ عجيب قسم جي بدبوءِ ايندي آهي. سوئر جي نظر ڪمزور پر سنگهڻ جي صلاحيت تمام تيز هوندي آهي، جنهنڪري هي شين جي ويجهو وڃي انهن کي سنگهي سڃاڻڻ جي ڪوشش ڪندو آهي. هي جانور ڪيترن ئي قسمن جا آواز ڪڍڻ جي صلاحيت رکي ٿو. خطري جي وقت نڪ مان آواز ڪڍندو آهي. نر سوئر جي حملي جي وقت پنهنجي ڏندن کي هڪ ٻئي سان ٽڪرائي ڪاوڙ جو اظهار ڪندو آهي ۽ زخمي ٿيڻ جي صورت ۾ وڏيون وڏيون رڙيون ڪندو آهي، جيڪي ميلن تائين ٻڌڻ ۾ اينديون آهن.

تيز ڊوڙندڙ ۽ سٺي رفتار سان ڊوڙندڙ هن جانور جو ڊوناڙ ڊگهو ۽ بد شڪل هوندو آهي. سوئر ڪنڌ ورائي نہ سگهندو آهي. سوئر جا ڪن ڊگها ۽ نوڪدار هوندا آهن، جيڪي وارن ۾ ڍڪيل هوندا آهن. هن جون اکيون منهن مهانڊي جي حساب سان ننڍيون ۽ ڪوڙي پوئتي ڏڪيل هوندي آهي. هر قسم جي ماحول ۾ رهڻ ڪري هي هر شيءِ کائي ويندو



آهي، جهڙوڪ: ٻوٽن جون پاڙون، پن، ڪنييون، جيت، ڪرڙيون، ڪوئا، نانگ ۽ مئل جانور، جن ۾ رڍون، ٻڪريون ۽ ڍڳيون بہ اچي وڃن ٿيون.

هي ڪمنڊ ۽ مڪئيءَ جي فصل سميت ٻين فصلن کي سخت نقصان پهچائيندو آهي، جنهنڪري سنڌ جا زميندار توڙي هاري شڪاري ڪتا پاليندا آهن. جيڪڏهن ڪو شڪاري ڪتو سوئر تي حملو ڪندو آهي تہ سوئر ڀڄڻ ۽ ڀڄڻ بجاءِ ان تي جوابي حملو ڪندو آهي ۽ زخمي ٿيڻ باوجود بہ آخري پساهن تائين دشمن جو بهادريءَ سان مقابلو ڪندو آهي. جهنگ ۾ هن جانور کان شينهن بہ ڀڄندو آهي، ڇو تہ هن کي مٿين ڄاڙيءَ کان مٿي وريل وڄ (ٻاهر نڪتل ڏند) هوندا آهن، جن جي ٻاهرين گولائي 270 ملي ميٽر (10.65) انچ هوندي آهي، جيڪي پنهنجي بچاءَ لاءِ بہ استعمال ڪندو آهي تہ دشمن تي حملي لاءِ بہ، جنهن سان هي ان کي ماري بہ سگهي ٿو.

بلوغت جي حوالي سان مادي هڪ يا ٻن سالن ۾، جڏهن تہ نر

سوئر ٽن سالن ۾ بالغ ٿي ويندو آهي. نسل جي واڌ ويجهه جي حوالي سان سوئرن ۾ ٻارهن مهينا لڳ جاري رهندو آهي، پر خاص ڪري مينهن جي مند کان اڳ يا پوءِ هنن جي لڳ جي رفتار ۾ تيزي اچي ويندي آهي. لڳ لاءِ سوئر ميڙ جي صورت ۾ مادي جو گهيراءُ ڪندو آهي، جنهنڪري پاڻ ۾ وڙهندا به آهن ۽ زخمي به ٿيندا آهن. ڳپ کان پوءِ مادي سوئر 110 کان 115 ڏينهن جي اندر 4 کان 6 يا 7 کان 12 عدد تائين ٻچا ڄڻيندي آهي ۽ ٻچا ڄمڻ کان ٿورو اڳ ۾ زمين ۾ کڏ کوٽي ان ۾ نرم گاهه وڇائيندو آهي. ٻچا ڄڻڻ جي ڪلاڪ ٻن کن پوءِ ٻچا پنهنجي پيرن تي بيهڻ ۽ ڊوڙڻ شروع ڪندا آهن. جڏهن ته ڪجهه ڏينهن کان پوءِ ٻاهر گهمندا ڦرندا آهن ۽ ائين ٻن کان ٽن مهينن تائين ٻچا پنهنجي ماءُ سان گڏ رهندا آهن.

ٻچا پيدا ٿيڻ وقت هلڪي هيڊي ناسي رنگ جا هوندا آهن جن جي پٺيءَ ۽ پاسن کان هلڪيون پٽيون نهيل هونديون آهن.

سوئر جهنگ جي انهن حصن ۾ رهندو آهي، جتي هن کي لڪڻ جي جڳهه ملي. مينهن جي موسم ۾ هي جانور رهائش جي ويجهو ئي ٻنين ۾ لهي ويندو آهي، جيئن ته هنن جي جسم تي تمام گهٽ وار هوندا آهن، ان ڪري هي گرميءَ جي موسم ۾ گهٽ جڳهين تي ظاهر ٿيندو آهي ۽ گرميءَ ۾ گهاٽن وڻن انريا وري گپ ۾ لتل ملندو آهي. سوئر اڪثر ميڙ ناهي هلندا آهن. ڪاڏي جي ڳولا رات جي وقت ميڙ جي صورت ۾ ڪندا آهن. جيڪڏهن ڪو خطرو نه هوندو ته ڏينهن ڏٺي جو به ڏسڻ ۾ ايندا آهن. پر ڪڏهن ڪڏهن آرام ڪرڻ وقت هي اڪيلا به هوندا آهن.

سوئر جي عمر 12 کان 20 سال هوندي آهي. ڪن ملڪن ۾ سوئر کي ڌاريندا آهن ۽ انهن جي فارمنگ به ڪئي ويندي آهي. گهريلو پاليل سوئر ٻاجي خور هوندو آهي، جنهن جو گوشت ڪاڌي طور استعمال ٿيندو آهي. ان جي گوشت کي پورڪ (Pork) ۽ هئم (Ham) چوندا آهن. جنهن مان 'هئم برگر' ناهيا ويندا آهن.

اسلام ۾ هن جانور کي کائڻ حرام آهي . يهودين وٽ به سوئر کائڻ حرام آهي. اُن جو وڏو ڪارڻ، مادي سوئر جو 'اجتماعي لڳ' چيو وڃي ٿو.

هن جانور جو نالو سنڌي ٻوليءَ سميت ڪيترين ٻولين ۾ برائيءَ جي علامت سمجهيو ويندو آهي. سنڌ ۾ ڪيترا وڏيرا پنهنجي ڪوٽن ۾ سوئر پاليندا آهن ۽ ڪتن جي ٻيڄ ڪرائي لکين روپيا شرطون رکندا آهن. سنڌ ۾ سوئر ۽ ڪتي جي ويڙهه ڪافي مشهور آهي. هيءُ جانور سنڌ ۾ هاڻي اڻ لڀ ٿيندو وڃي.

**سوئي (ديهه)** : تعلقي ڏوڪريءَ جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

قاضي ڏڙا، شاهه علي جا پاڻ، سخيراڻي، فاضل ڪلهوڙو ۽ نبي بخش شاهه.

**سوئيڊن** (Kingdom of Sweden): سوئيڊن، اتر يورپ ۾ اسڪينڊينويا جو هڪ ملڪ آهي. هن ملڪ جو سرڪاري نالو (Kingdom of Sweden) آهي. هن جي گاديءَ جو هنڌ اسٽاڪ هوم (Stock Holm) آهي. هتان جي آبادي 9,354,462 آهي. سوئيڊن جي آزاديءَ جو ڏهاڙو 6 جون 1859ع آهي. هن ملڪ گڏيل قومن جي اداري UNO جي ميمبرشپ 19 نومبر 1946ع تي حاصل ڪئي. سوئيڊن جو ڪرنسي يونٽ ڪرونا (Krona) آهي. هن جي پکيڙ 411479 چورس ڪلوميٽر (158830 چورس ميل) آهي.




سوئيڊن دنيا جي انتهائي اتر ۾ موجود يورپ جو سڀ کان ڊگهو ملڪ آهي. هن جي اتر کان ڏکڻ طرف ڊيگهه 1575 ڪلوميٽر (980 ميل) ۽ اوڀر کان اولهه طرف ويڪر 500 ڪلوميٽر (310 ميل) آهي. هن ملڪ جي اتر اولهه واري سرحد سان گڏ ملڪ جي 25 سيڪڙو ايراضي جابلو آهي. وچيون ۽ ڏاکڻو علائقو سنئون ۽ ميداني آهي. ڏکڻ ۾ ڪيتريون وڏيون ڍنڍيون آهن. جن ۾ يورپ جي ٽين وڏي ڍنڍ (2157 چورس ميل) به شامل آهي. سوئيڊن گهاٽن، سرسبز ٻيلن، زرخيز وادين، ڍنڍن ۽ جبلن جو ملڪ آهي. بالٽڪ سمنڊ ۽ ٻه ٻيٽ گاٽ لينڊ ۽ اولينڊ به سوئيڊن جي ملڪيت آهن.

هن جي زميني پکيڙ 411،000 چورس ڪلوميٽر ۽ ڍنڍ جي پکيڙ 39000 چورس ڪلوميٽر آهي. ڪناري جي ڊيگهه 7600 ڪلوميٽر (4700 ميل) آهي. سوئيڊن جي سرڪاري ٻولي سويڊش (فنش) آهي. سوئيڊن جي وڏن شهرن ۾ گوٽي بورگ، مالمو اپسالا، لنڪو پنگ، آرپسرو، واسٽراس، بوراس، هالم اسٽاڊ، ڪارل اسٽاڊ شامل آهن. سڀ کان مٿانهون هنڌ ڪيبني ڪائسي (بلندي: 2123 ميٽر) آهي. هتي عيسائي مذهب جي اڪثريت آهي، جيڪي 95 سيڪڙو آهن. سوئيڊن جي انتظامي ورهاست 24 ڪائونٽيز ۾ ٿيل آهي. هتي گرمين ۾ نهايت ئي خوشگوار موسم ٿئي، جڏهن ته سردين جي موسم ڏکهي هوندي آهي، اتر ۾ سخت سيءُ پوندو آهي.

هتان جي مکيه زرعي پيداوار ۾ پٽاٽا، ڪٽڪ، جَوَ، ميوا، ڀاڄيون، سڪل گاهه وغيره شامل آهن. مکيه صنعتن ۾ لوهه، ڪوئلي، ٽامي، شيهي، جست، مينگانيز، سون ۽ چانديءَ جون صنعتون شامل آهن. هتي 42 هوائي اڏا آهن. قومي هوائي ڪمپنيءَ جو نالو اسڪينڊينوين ايئر لائنز آهي. هتي اسٽاڪ هوم، گوٿي برگ ۽ مالمو نالي سان ٽي بندرگاهه آهن. سوئيڊن ۾ آئيني بادشاهت آهي ۽ پارلياماني طرز جي حڪومت آهي. بادشاهه رياست جو مملڪتي اڳواڻ ۽ هٿياربند فوج جو ڪمانڊر انچيف آهي.

هن وقت سوئيڊن جو بادشاهه ڪارل سورهون (Carl XVI) آهي. حڪومت جو اڳواڻ وزيراعظم آهي. بادشاهه پارليامينٽ جي منظوريءَ سان اڪثريتي پارٽيءَ جي ليڊر کي وزيراعظم نامزد ڪندو آهي. وزيراعظم ڪابينا جي چونڊ ڪندو آهي، جنهن جي منظوري بادشاهه ڏيندو آهي. وزيراعظم چيف ايگزيڪيٽو ۽ انتظامي اختيارن جو مالڪ هوندو آهي. هن وقت سوئيڊن جي وزيراعظم فريڊرڪ رين فيلڊٽ (Fredrik Reinfeldt) آهي.

هتي قانونسازيءَ جو اختيار هڪ ايواني پارليامينٽ (Riksday) کي حاصل آهي، جنهن جا 349 ميمبر 4 سالن لاءِ عوام جي ووٽن وسيلي چونڊيا ويندا آهن. پارليامينٽ کي اهم اختيار مليل هوندا آهن.

**سوئيزرلينڊ**: هن ملڪ جو سرڪاري نالو سوئيز ڪنفيڊريشن (Swiss Confederation) ۽ پراڻو نالو 'هلويٽيا' آهي. هي ملڪ اولهه وچ يورپ ۾ آهي. ملڪ جي گاديءَ جو هنڌ برن (Bern) آهي. ملڪ جي پکيڙ 41228 چورس ڪلوميٽر (15914 چورس ميل) آهي. سوئيزرلينڊ، سوئيز ڪنفيڊريشن واري حيثيت پهرين آگسٽ 1291ع تي حاصل ڪئي. هتان




جو ڪرنسي يونٽ سوئيز فرانڪ آهي. هتان جي آبادي انگن اکرن موجب 2010ع تائين 7866,500 آهي. سوئيزرلينڊ خشڪيءَ وارو ۽ بغير سمنڊ جي ملڪ آهي. هن جي اوڀر کان اولهه طرف ڊيگهه 343 ڪلوميٽر (213 ميل) ۽ اتر کان ڏکڻ طرف ويڪر 255 ڪلوميٽر (140 ميل) آهي. ڏکڻ جي وچ وارا علائقا يورپ جي مشهور آلپس (Alps) جبلن تي مشتمل آهن. ملڪ جو 70 سيڪڙو علائقو انهن ئي جبلن تي مشتمل آهي. اهي جبل تمام خوبصورت، دلفريب ۽ سهڻن نظارن سان ڀريل آهن. هتي رهون، ٽيڪنو ۽ اين نالن سان وڏا درياهه آهن.

سوئيزرلينڊ پنهنجي خوبصورت ڍنڍن جي ڪري مشهور آهي. انهن ڍنڍن ۾ جنيوا، ڪونسٽانس، لوگانو ۽ ماگيوار ڍنڍون اهم آهن. هتان جو سڀ کان مٿانهون هنڌ ڊوف ور سپيٽر آف مونٽ اوزا آهي. وڏن شهرن ۾ زيورچ، جنيوا، لورزن، ڊيووس، فرائي برگ، بيل، ونٽرٿ، بادن، بوسچياوو ۽ لوڪرن شامل آهن.

سوئيزرلينڊ جون سرڪاري زبانون: جرمن ۽ فرانسيسي آهن. هتان جو مذهب عيسائيت آهي. هن جي اتر ۾ فرانس ۽ جرمني، اوڀر ۾ آسٽريا ۽ ليچن اسٽين، ڏکڻ ۾ اٽلي ۽ اولهه ۾ فرانس آهي.

هي ملڪ انتظامي طور تي 23 رياستن ۾ ورهايل آهي. هتي جي قومي فضائي ڪمپنيءَ جو نالو سوئيز ايئر آهي. هتي 6 هوائي اڏا آهن. موسمياتي حوالي سان هي ٿڌو ملڪ آهي. جابلو حصن ۾ سخت سيءُ پوندو آهي، جڏهن ته ميداني علائقن ۾ گرمين ۾ موسم خوشگوار هوندي آهي.

هتان جي مکيه زرعي پيداوار ڪٽڪ، جَوَ، پٽاٽا، چقندر، ٽماٽا، چٽا، ڪتا ميوا، انگور، ڀاڄيون ۽ گاهه وغيره شامل آهي. هتي مشينري، مشيني اوزارن، دوائن، گهڙين، برقي اوزارن، چاڪليٽن، ڪيميائي شين ۽ ڪپڙن وغيره ناهڻ جون صنعتون موجود آهن. هتان جي مکيه معدنيات ۾ لوڻ ۽ عمارتي پٿر شامل آهن. سوئيزرلينڊ کي 'سياحن جي جنت' ۽ 'يورپ جو ڪشمير' چيو ويندو آهي.

سوئيزرلينڊ 29 مئي 1874ع جي آئين تحت هڪ جمهوري ملڪ آهي. انتظامي اختيارن وفاقي ڪائونسل (Bundesral) کي حاصل هوندا آهن، جنهن جا 7 ميمبر آهن، جن کي وزيرن جو درجو مليل آهي. انهن ستن وزيرن مان هر سال واري واري سان ڪنهن هڪ کي صدر جي عهدي لاءِ چونڊيو ويندو آهي. هن وقت سوئيزرلينڊ جو صدر ڊورس ليٿرڊ آهي. سوئز پارليامينٽ وفاقي اسيمبلي سڏبي آهي. جيڪا ٻن ايوانن تي مشتمل آهي. اسٽيٽ رياست جي ڪائونسل جا 46 ميمبر ۽ نيشنلريٽ (قومي ڪائونسل) جا 200 ميمبر چئن سالن لاءِ چونڊيا ويندا آهن. سوئيزرلينڊ جي هر رياست (Canton) جي جداجدا پارليامينٽ ۽ حڪومت آهي. اهڙيءَ طرح هر ڪينٽن کي داخلي خودمختياري حاصل آهي. هر اهم مقامي مسئلي تي وقفي وقفي سان رفرينڊم ڪرايو ويندو آهي.

هي ملڪ 1815ع کان هينئر تائين هر قسم جي جنگي ٽڪرائن ۾ پاڻ کي غير جانبدار رکندو پيو اچي.

سوئيزرلينڊ جي بئنڪنگ جو نظام دنيا جو سڀ کان وڏو نظام آهي، هتي دنيا جي وڏن وڏن حڪمرانن، سياستدانن، بادشاهن ۽ وزيرن جا ڳجها اڪائونٽ آهن.

**سوئيز واهه**: سوئيز واهه، يورپ ۽ ايشيا وچ ۾ واپاري نظام کي بهتر بڻائڻ لاءِ هٽرادو طرح 1859ع ۾ مصر جي نيل نديءَ مان کوٽيو ويو جيڪو ڏهن سالن بعد نومبر 1869ع ۾ مڪمل ڪري کوليو ويو. ان وقت هن واهه جي ڊيگهه 164 ڪلوميٽر هئي.

جيئن ته هي واهه رومي سمنڊ کي سوئيز جي نار مصر سان ڳنڍي ٿو، تنهنڪري ڪيس 'سوئيز واهه' جي نالي سان سڏيو ويو. لاطينيءَ ۾ هن واهه کي 'Dciery canal' چيو ويندو آهي.




سوئيز واهه جي وجود ۾ اچڻ کان پوءِ جيڪي جهاز واپار سانگي آفريڪي کنڊ مان ڦيرو ڏئي ايشيا ۽ يورپي رياستن ڏانهن سفر ڪندا هئا، تن جي مفاصلي ۾ گهڻي ڀاڱي گهٽتائي آئي، جنهنڪري هيءُ جهاز مختلف بندرگاهن تي جلدي ۽ آسانيءَ سان پهچندا آهن.

مصر جي صدر جمال عبدالناصر 26 جولاءِ 1956ع تي هن واهه کي قومي تحويل ۾ وٺي ڇڏيو، جنهنڪري فرانس، برطانيه ۽ اسرائيل مصر تي حملو ڪيو. سوئيز واهه جي هن وقت (2010ع) ڊيگهه 193.30 ڪلوميٽر، گهرائي 24 ميٽر (89 فوٽ) ۽ ويڪر 205 ميٽر (673 فوٽ) آهي، جڏهن ته هن واهه جي اترئين ڇيڙي کي 'پورٽ سعيد' ۽ ڏاکڻي ڇيڙي کي 'پورٽ توفيق' سڏيو وڃي ٿو.

**سوئي شريف** (ديهه): تعلقي اباوڙي، ضلعي گهوٽڪيءَ جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

سوئي شريف، طاهر پٽي ۽ صوفي امير علي.

**سوئيڪارنو** (Sukarno): انڊونيشيا جي قومپرست تحريڪ جو اڳواڻ ۽ انڊونيشيا جو پهريون صدر سوئيڪارنو 1901ع ۾ اوڀر جاوا جي شهر سورابيا ۾ پيدا ٿيو. هن جديد ڊچ اسڪولن ۾ تعليم حاصل ڪئي. 1926ع ۾ هن اتان جي ٽيڪنالاجي انسٽيٽيوٽ مان گريجوئيشن ڪئي. هي نوجوانيءَ ۾ ئي قومپرست سياست ۾ سرگرم ٿيو. هن آرڪيٽيڪچر بجاءِ سياست کي پنهنجو مستقبل بنايو. 1927ع ۾ سوئيڪارنو انڊونيشيائي نيشنلسٽ پارٽيءَ (پي. اين. آءِ) جو بنياد وڌو ۽ ان جو پهريون سربراهه بڻيو. پارٽيءَ جو مقصد ڊچن خلاف عوامي جدوجهد ذريعي خودمختياري حاصل ڪرڻ هو. بهترين مقرر هئڻ جي ڪري هي جلد عوام ۾ مقبول ٿي ويو.



1929ع ۾ ڊچن ڪيس امن امان ۾ خلل وجهڻ جي الزام هيٺ جيل ۾ وڌو ته پي. اين. آءِ منتشر ٿي وئي. 1931ع ۾ آزاد ٿيڻ ڪانپوءِ سوئيڪارنو ٻيهر سياسي سرگرميون شروع ڪيون، پر 1933ع ۾ ڪيس ٻيهر گرفتار ڪري جلاوطن ڪيو ويو. جلاوطنيءَ وقت هي ملڪ جو اهم سياستدان بڻجي چڪو هو.

1942ع ۾ جڏهن جپان انڊونيشيا تي حملو ڪري، قبضو ڪيو ته سوئيڪارنو واپس جڪارتا آيو ۽ هن جپاني حڪومت سان گڏجي ڪم ڪيو. جنهن لاءِ اڳتي هلي هن چيو ته جپانين سان گڏجي ڪم ڪرڻ ڪري ئي انڊونيشيائي آزاديءَ جي مقصد کي اڳتي وڌائڻ ۽ ان کي قابضن کان ڇڏرائڻ جي قابل بڻيو.

1944ع ۾ انڊونيشيا جي آزاديءَ لاءِ هڪ ڪميٽي قائم ڪئي وئي ته سوئيڪارنو اُن جو اهم ميمبر ٿي سامهون آيو. جولاءِ 1945ع ۾ سوئيڪارنو هڪ تقرير دوران نئين رياست جي قيام جا پنج اصول مقرر ڪيا: (1) قومپرستي، (2) انسان دوستي، (3) جمهوريت، (4) سماجي انصاف ۽ (5) خدا تي ايمان.

17 آگسٽ 1945ع ۾ جيئن ئي جپانين، اتحادين اڳيان هٿيار ڦٽا ڪيا ته سوئيڪارنو ۽ سندس قومپرست ساٿي محمد خطا انڊونيشيا جي آزاديءَ جو اعلان ڪري ڇڏيو. ٻئي ڏينهن عبوري پارليامينٽ هڪ آئين منظور ڪيو ۽ سوئيڪارنو کي انڊونيشيا جو صدر چونڊيو.

آئين جي ديباچي ۾ اهي پنج ئي اصول شامل هئا ۽ صدر کي تمام گهڻا اختيار به ڏنا ويا. ڊچ حاڪمن ان آزاديءَ کي رد ڪري ڇڏيو. پنجن سالن تائين انڊونيشيا ۽ نيدرلينڊ پاڻ ۾ وڙهندا ۽ ڳالهيون ڪندا رهيا. نيٺ ڊسمبر 1949ع ۾ ڊچن انڊونيشيا جي آزادي قبول ڪري ورتي، پر نيوگني جو اولهه اڌ ساڳيءَ طرح تڪراري رهيو. جيتوڻيڪ سوئيڪارنو ڊچ مخالف قومي جدوجهد جي هڪ اهم علامت هو پر جلد ئي مخالفن آڏو سياسي مات کائي ويو. 1949ع ۾ اهم اختيار وزيراعظم کي حاصل ٿي ويا. 1950ع جي وچ واري ڏهاڪي تائين

سوئڪارنو نمائشي صدر رهجي ويو. 1957ع ڪانپوءِ انڊونيشيا جو سياسي نظام وکرڻ لڳو ۽ سماٽرا وسولاويسيءَ ۾ فوجي بغاوتون ٿيون ته هن پنهنجو سياسي ڪردار مڃرايو. 1959ع ۾ سوئڪارنو انڊونيشيا جو 1945ع وارو آئين بحال ڪرڻ جو حڪم جاري ڪيو ۽ هي مڪمل اختيارن جو مالڪ بڻجي ويو. مغربي پارلياماني جمهوريت کي انڊونيشيائي ضرورتن لاءِ غير موزون قرار ڏيندي 'محدود جمهوريت' جو نظام متعارف ڪرايائين. جيڪو روايتي انڊونيشيائي قدرن کي اجاگر ڪري رهيو هو. مثال طور: ووٽ بجاءِ صلاح مشوري ۽ اتفاق راءِ ذريعي فيصلا ڪرڻ. هن قومپرستي، مذهب ۽ ڪميونزم کي ٽي اهم ٿنڀ قرار ڏنو.

1965ع ۾ سوئيڪارنو گڏيل قومن جي اداري کي مغربي طاقتن جي اثر هيٺ هئڻ تي تنقيد جو نشانو بڻايو ۽ انڊونيشيا جي ميمبرشپ ختم ڪرائي ڇڏي، بعد ۾ هن انڊونيشيا، ڪمبوڊيا، اتر ويٽنام ۽ اتر ڪوريا جي ڪميونسٽ حڪومتن سان گڏجي هڪ اتحاد ناهڻ جو اعلان ڪيو.

30 سيپٽمبر 1965ع تي جنرل سوهارتو جي اڳواڻيءَ ۾ هڪ فوجي دستي سوئيڪارنو جو تختو اونڌو ڪيو ۽ سوهارتو ملڪ جو قائم مقام صدر بڻجي ويو. 1968ع ۾ سوهارتو باقاعدي صدارت جو عهدو سنڀاليو ۽ سوئيڪارنو کي گهر ۾ نظربند ڪري ڇڏيو. سوئيڪارنو 1970ع ۾ نظربنديءَ دوران وفات ڪري ويو. سرڪاري ڪوشش جي باوجود 1980ع واري ڏهاڪي ۾ سوئيڪارنو جي شخصيت سنڌس ڌيءَ جي روپ ۾ هڪ هيرو وري نين اميدن جي ترجمان بڻجي وئي. سوئيڪارنو جي وڏي ڌيءَ ميگهاوتي جمهوريت جي حامي تحريڪ جو اهم ڪردار بڻجي وئي. نتيجي ۾ 1998ع ۾ سوهارتو کي استعيفا ڏيڻي پئي. ميگهاوتي 1999ع ۾ انڊونيشيا جي نائب صدر تي ۽ 2001ع ۾ صدر بڻي.



**سوئي ڪندر جي مقام واري مسجد** (ماڳ): هي مسجد، ضلعي سانگهڙ جي شهر ٽنڊي آدم کان چار ميل اتر اولهه ۾ موجود آهي ۽ هن وقت زبون حال آهي. ڏسڻ ۾ هيءَ عمارت ٽه- ڪُٽي، مهاڙيءَ سان آهي. مسجد جي مٿان هڪڙو ئي گنبذ آهي. مهاڙيءَ جو وچون ڪڻ عام اڏاوتن کان وڌيڪ ٿاني وارو آهي ۽ وچون لنگهه به پاسي وارن لنگهن کان ڪجهه وڏو آهي. البت ٽنهي ڪُٺن جون ونگون ساڳيءَ شڪل جون آهن. جن جون چوٽيون نوڪدار ۽ پاٿر ڪمان اندر تي آماسيل آهن. ٽنهي ونگن جي مٿان اپريل قابن سان چوڪ آهن. سڄي مسجد پڪ سري ۽ هن وقت بنا پلستر جي آهي. مهاڙي هيٺ کان مٿي تائين سادي يا بسي آهي. مسجد سنهين سرن جي ٺهيل آهي، اڌ گول گنبذ واري ڇت اٺڪنڊي ڳچ تي اڏيل آهي. مسجد جي اڳيان سادين قبرن جو چڱو تعداد موجود آهي. گنبذ جي چوٽيءَ تي نهايت ڪُڏنگي ڪلنگي لڳل آهي. سئي ڪندر پرسان ڏيرن جي ڳوٺ (واحد بخش ڏيري) ۾ شاهه عبداللطيف ڀٽائيءَ جا ناناڻا رهندا هئا.

**سوئي گئس** (Sui Gas): پاڪستان ۾ ٻارڻ طور استعمال ٿيندڙ گئس، جولاءِ 1952ع ۾ بلوچستان جي ضلعي ڪوهلو جي ڳوٺ 'سوئي' مان دريافت ٿي، ان ڳوٺ جي حوالي سان هن گئس تي 'سوئي گئس' نالو پئجي ويو. هن گئس جي دريافت سان ماهرن کي اهو اندازو ٿيو ته جيڪڏهن هن گئس کي صحيح نموني ڪتب آندو وڃي ته هن ذريعي



ملڪ ۾ صنعتي انقلاب اچي سگهي ٿو. 1954ع تائين هن ڳوٺ ۾ گئس جا ننڍا وڏا کوهه کوٽيا ويا، جنهن سان معلوم ٿيو ته هتي گهٽ ۾ گهٽ چاليهه ڪرب هم چورس فوٽ گئس جا ذخيرا آهن. گئس جي دريافت ڪانپوءِ ماهرن ان جي صفائي ۽ ورهاست جي باري ۾ حڪومت کي هڪ تفصيلي رپورٽ پيش ڪئي. هن گئس کي صاف ڪرڻ لاءِ ان ڳالهه جي ضرورت هئي ته ٻاهران هڪ پلانٽ گهرايو وڃي ۽ ڪراچيءَ تائين 347 ميل ڊگهي لوهي پائپ لائين وڇائي وڃي ته جيئن اتي جا ڪارخانا هن گئس مان فائدو وٺي سگهن. ان مقصد لاءِ سوئي ٽرانسميشن ڪمپني 16 انچ قطر جو هڪ لوهي پائپ 40 هزار ٽن جي مقدار ۾ انگلنڊ مان گهرايو. هر ٽڪري جي ڊيگهه 40 فوٽ هئي. سيپٽمبر 1954ع ۾ پائپ لائن وڇائڻ جو ڪم شروع ٿيو. ڪيترن مشڪلاتن جي باوجود پائپ لائن 26 آگسٽ 1955ع تي ڪراچيءَ تائين پهچائي وئي، ڪراچيءَ ڪانپوءِ سوئي گئس کي حيدرآباد، پشاور، لاهور، اسلام آباد ۽ پوءِ پاڪستان جي ٻين ننڍن وڏن شهرن ۽ ڳوٺن تائين پهچايو ويو. ٻارڻ کان سواءِ سوئي گئس کي هٿرادو ڀاڻ ناهڻ ۽ بجلي پيدا ڪرڻ جي ڪم ۾ به آندو پيو وڃي، جنهن سان زراعت کي وڏو فائدو ٿي رهيو آهي.

سوئي ڳوٺ کي هاڻي تعلقي جي حيثيت حاصل آهي. هتي مقامي ڪارڪنن جي ٻارن لاءِ اسڪول به آهن. ڪمپنيءَ جي ملازمن لاءِ

هڪ ڪلب، ترڻ جو تلاءُ، اسٽيڊيم، اسپتال ۽ ايئرپورٽ به تعمير ڪيو ويو آهي. ٻاهريان ايندڙن لاءِ هڪ جديد ريسٽ هائوس به قائم ڪيو ويو آهي. تعلقي سوئيءَ جي آبادي لڳ ڀڳ 35 هزار آهي.

سوئي گئس جي فراهميءَ لاءِ 1954ع ڌاري پهرين ’سوئي گئس ٽرانسميشن ڪمپني لميٽڊ‘ نالي ادارو قائم ڪيو ويو. اڳتي هلي مارچ 1989ع ۾ SGTCL، ڪراچي گئس ڪمپني لميٽڊ ۽ انڊس گئس ڪمپني لميٽڊ کي ضم ڪري، ان کي ’سوئي سدرن گئس ڪمپني‘ SSGC نالو ڏنو ويو. هي ادارو هن وقت سڄي ملڪ ۾ سئي گئس جي فراهمي ڪري ٿو.

**سُوئيو:** سوئيو، سوئا جي قسم جي هڪ ول آهي، جيڪا ترِ ۾ ٿيندي آهي. هن جي ڀِڳڙ زمين اندر ٿيندي آهي ۽ مٿان ڏانڊي وٽڻ ۽ ٻوٽن مٿان چڙهندي ويندي آهي. ان جا پن سنها، ڊگهيرا ۽ نوڪدار ٿين ٿا. سوئيي جي ڀِڳڙ کي زمين مان کڊي، ڌوئي، صاف ڪري کائبو آهي. هيءَ ول چوپايو مال به کائيندو آهي.

**سويابين** (Soybean): سويابين، هڪ اهم ڪاچرو تيل جو فصل آهي، جنهن کي ’ٻوهي چٽا‘ به سڏيو وڃي ٿو. هن جي پوک بهار ۽ خريف جي مندن ۾ ڪئي وڃي ٿي. سويابين جي ٻج ۾ اٽڪل 25 کان 37 سيڪڙو لحميات آهن. سويابين جي تيل ۾ 54 سيڪڙو لنولڪ ائسڊ ملي ٿو جيڪو صحت لاءِ بهتر آهي. سويابين جي کڙ مان ڪڪڙين لاءِ چوڳو ۽



گهرو جانورن جو چارو ٺاهيو وڃي ٿو. سويابين جو بهار وارو فصل 15 فيبروريءَ کان 15 مارچ تائين پوکي سگهجي ٿو جيڪو مئي ۾ لاباري لاءِ تيار ٿي وڃي ٿو جڏهن ته خريف جو فصل جون مهيني ۾ پوکبو آهي ۽ آڪٽوبر ۾ لابارو ڪبو آهي. سويابين ٻٽي فصل طور به پوکي سگهجي ٿو.

**سويابين لاءِ زمين جي چونڊ:** سويابين جي فصل لاءِ زمين ملي هئڻ گهرجي، هن فصل جي پوک ڪلرائي ۽ هيٺاهين زمين ۾ نه ڪرڻ گهرجي. سويابين پوکڻ لاءِ پهرين زمين کي اونها هر ڏئي، پتر پيچي سنوت ۾ آڻبو آهي ۽ ڍنڍهن ويسن جا ٻارا تيار ڪبا آهن. هن فصل لاءِ جون جي پهرئين هفتي کان ريج شروع ڪبو آهي ۽ جڏهن زمين وَتَ تي ايندي آهي ته پوءِ به ٽي هر ڏئي پاٽيو گهمائي زمين کي پوکيءَ لاءِ تيار ڪبو آهي. سويابين جون ٻنهي موسمن ۾ آڳاٽيون جنسون پوکڻ گهرجن.

**سويابين جي پوکي ۽ پيداوار:** سويابين جو خريف وارو فصل پوکڻ جو صحيح وقت، جون مهينو آهي. جڏهن ته پاڇاٽي سويابين پوکڻ سان في ايڪڙ پيداوار گهٽ لهندي ، سويابين جو بهار وارو فصل 15 فبروريءَ کان 15 مارچ تائين ڪاميابيءَ سان پوکي سگهجي ٿو. ان ڪري فبروريءَ جو مهينو سويابين جي پوکڻ لاءِ موزون آهي. هن کي گڏيل پوک يعني: ڪمند، وونڻ ۽ مڪئيءَ سان گڏ ٻٽي فصل طور پوکي سگهجي ٿو. سويابين جي پوک ناڙيءَ رستي ڪبي آهي. قطارن جو مفاصلو 30 کان 45 س. م هئڻ گهرجي ۽ 30 ڪلوگرام في ايڪڙ ٻج پوکڻ گهرجي، جڏهن ته ٻج جي پوکيءَ جو دارومدار ان جي جسامت ۽ ڦوٽهڙي جي صلاحيت تي هوندو آهي. سويابين جي فصل کي 5 کان 6 پاڻي ڏيڻ گهرجن. جڏهن ته هن فصل کي پهريون پاڻي پوکيءَ کان 30 ڏينهن بعد ڏيڻ گهرجي ۽ باقي پاڻي 15 ڏينهن جي وقفي سان ڏيڻ گهرجي. سويابين جي پچڻ جو دارومدار فصل جي جنسن ۽ پوکيءَ واري وقت تي آهي. هن فصل جون ڦريون ساواڻ کان پيلاڻ ڏانهن مائل ٿين ٿيون، جڏهن ته سويابين مان 800 کان 1000 ڪلوگرام في ايڪڙ پيداوار وٺي سگهجي ٿي، جڏهن ته بهار وارو فصل سراسري پيداوار 20 مڻ في ايڪڙ تائين ڏئي ٿو.

**سويق غزوه** (جنگ): مديني شريف ويجهو مسلمانن ۽ مشرڪن وچ ۾ ٿيل هڪ جنگ ’سويق‘ سڏجي ٿي. سويق يعني سَتُون، جيڪو جَوَ، ڪٽڪ يا سڪل ميون جي اٽي مان ٺهي ٿو. ان کان سواءِ شوربي کي به ’سويق‘ سڏجي ٿو. جيڪو اٽي ۾ پاڻي وجهي ٺاهبو آهي. ’هريرو‘ جنهن ۾ ماکي، تيل يا ڏاڙهونءَ جو شربت ملائي ٺاهبو آهي، ان کي پڻ ’سويق‘ سڏجي ٿو.

بدر جي جنگ جو بدلو وٺڻ لاءِ ابو سفيان، ذوالحج سن 2 هجريءَ تي پاڻ سان سوارن جو لشڪر وٺي مديني شريف ڏانهن روانو ٿيو. مديني شريف جي ويجهو سندس ڪن مسلمانن سان جهڙپ ٿي، ان جهڙپ جو ٻڌي جڏهن حضور اڪرم ﷺ جن مقابلي لاءِ پنهنجا جان نثار وٺي اتي پهتا، تڏهن ڪافر وٺي ڀڳا ۽ ڀڄندي پنهنجو سامان ۽ کاڌ، خوراڪ جيڪا ’سويق‘ جي شڪل ۾ هئي، اتي ئي ڇڏي ويا. جيڪا مسلمانن کنئي ان نسبت سان هن جنگ کي ’غزوه سويق‘ جي نالي سان ياد ڪيو وڃي ٿو.

**سويمبر/ سويمؤر:** سويمور، قديم سنڌ توڙي هند جي هڪ رسم آهي، جڏهن ڪنهن راجا يا امير ماڻهوءَ جي ڌيءَ جوان ٿيندي هئي ته پنڊتن کان ان جو حساب ڪرائي، ان جي شاديءَ جي تاريخ مقرر ڪئي ويندي هئي. ٻين ملڪن جي راجائن ۽ بهادرن کي راجا پنهنجي ڌيءَ جي شاديءَ لاءِ ور چونڊڻ جي تاريخ جو اطلاع ڪندا هئا، مقرر ڏينهن تي اهي

سڀ نوجوان جيڪي ان ڇوڪريءَ سان شاديءَ جا خواهشمند هوندا هئا، سي هڪ وڏي ميدان تي اچي گڏ ٿيندا هئا. انهيءَ موقعي تي ڇوڪريءَ توڙي سندس والد جي طرفان شادي ڪرڻ وارن سڀني نوجوانن جي سامهون ڪو خاص ۽ ڏکيو شرط رکيو ويندو هو. انهن اميدوارن مان ڪو هڪ اميدوار اهو شرط پوري ڪرڻ لاءِ تيار ٿيندو هو ته راجڪماري اچي اُن اميدوار جي ڳچيءَ ۾ هار وجهندي هئي.

هندن جي پراڻن ۾ بيان ڪيل مشهور ڪهاڻي ’نل دمينتيءَ‘ ۾ دمينتيءَ جي پيءُ سندس ڌيءَ جو سويمبر ڪرايو هو، جنهن ذريعي دمينتيءَ، نل کي پنهنجو وَرُ چونڊيو هو. هڪ ٻيءَ روايت موجب، پانچال ديس جي راجا دروپد پنهنجي ڌيءَ دروپديءَ جي وَرَ جي چونڊ لاءِ سويمبر ڪرايو هو، جنهن ۾ ارجڻ پانڊو، دروپديءَ کٽي ورتي هئي.

ٻئي طرف ايچ. ٽي. لئمبرڪ پنهنجي ڪتاب Sindh Before the Muslim Conquest جي ٻئي جلد جي ص 68 تي لکيو آهي ته ”سنڌ جو راجا جئدرٿ دروپديءَ کي سندس سيومبر جي موقعي تي کٽائي ويو هو. ان وقت پانڊوَ شڪار ڪرڻ لاءِ ٻاهر ويل هئا. دروپديءَ کي پوءِ موٽايو ويو.“

**سُهاڳو:** هڪ قسم جو پسارڪو وکر آهي، جيڪو جدا جدا قسمن جي ’لوڻن‘ کي ملائي ٺاهيو ويندو آهي. قزويني، ڪڇي شوري کي سهاڳي جو هڪ قسم لکي ٿو يعني ارمني سهاڳو جيڪو مختلف قسم جي ڌاتن کي ڳنڍڻ ۽ ملائڻ ۽ ڳارڻ جي ڪم ۾ ايندو آهي. سهاڳو هند مان گهرائبو آهي، ان ۾ مني سودا، زراوند ۽ ڪرمان جو سهاڳو شامل هوندا آهن. ارسطو به سهاڳي جي خاصيت لکي آهي ته هي سڀني جستن (ڌاتن وغيره) کي ڳاري ڇڏي ٿو ريهه ڏيڻ ۽ ڳارڻ ۾ ڪم ايندو آهي. لوهي اوزارن ٺاهڻ ۾ مدد ڏيندو آهي. اهڙي ئي قسم جو هڪ سهاڳو، سون کي ڳارڻ، ڪٽڻ ۽ صاف ڪرڻ ۾ ڪارآمد آهي، جنهن تان سنڌيءَ ۾ پهاڪو ٺهيو آهي ته ’سون تي سهاڳو‘.

**سهانجڙو** (Horseradish Tree: ٻوٽو): سهانجڙو، سنڌ جو هڪ مشهور وڻ آهي، جيڪو 15 کان 20 فوٽ قداور ٿيندو آهي. سهانجڙي جو ٿڙ ٿلهو ٿيندو آهي، جيڪو 5 کان ڇهه فوٽ ويڪرو ۽ مضبوط ٿيندو آهي. سهانجڙي جو وڻ سال ۾ ٻن کان ٽي دفعا گل ۽ ڦرجهليندو آهي، جيڪي اڇا ڳاڙها ٿين ٿا. هن جون ڦريون هڪ کان ٻه فوٽ ڊگهيون ٿينديون آهن، جن ۾ ٽڪنڊي شڪل جو ٻج ٿيندو آهي. سهانجڙي کي سنڌيءَ ۾ ’سُنائجڙو/ سوانجڙو‘ به چوندا آهن.

هي وڻ سنڌ کانسواءِ هماليه جي هيٺين علائقن، بلوچستان، خيبر پختونخوا، هندستان جي اڪثر علائقن، سريلنڪا، برما ۽ ٻين گرم ملڪن ۾ پوکيو ويندو آهي.

هن وڻ کي اردوءَ ۾ سينجنا/ سونجنا، انگريزيءَ ۾ Horse Radish Tree ۽ نباتاتي ٻوليءَ ۾ Moringa Oleifera Iam سڏيو ويندو آهي.

هن وڻ جي سطحي ڪل يعني ٿُڙ مان ڪنئور ملندو آهي، جيڪو مختلف دوائن ۾ ڪم ايندو آهي. هن جون ڦريون، ڇوڏا ۽ ٻيا حصا، سنڌ ۽ بنگال جا حڪيم دوائن لاءِ ڪم آڻيندا آهن. اُهي دوائون هاضمي، قبضيءَ جي خاتمي، سوزش، پيٽ جي ڪيڙن، ڦرڙين، ڇٽيءَ، ڪن ۽ مٿي جي سور، نانگ جي چڪ، سنڌن جي سور، گلي جي سوزش ۽ مرگهيءَ جي بيمارين ۾ ڪم اينديون آهن. سهانجڙي جي پاڙ جو رس مثاني جي پٿريءَ کي ختم ڪندو آهي.



سهانجڙي جو ڇوڏو پوري رنگ جو ٿيندو آهي. سهانجڙي ۾ ٿڙ کان مٿي ٽاريون نڪرنديون آهن، جن ۾ ڊگها پن، ٽاريءَ جي ٻنهي پاسن کان آمهون سامهون ٿين ٿا. وڻ جا تازا ڦُٽل حصا ٻر/ ٻُجن ۽ پنن وارا، ڇانو ڏيندڙ ٿين ٿا. ننڍڙا پن (ٻونگر) ٽن کان 9 گڏيل جوڙن جي صورت ۾ هوندا آهن. ٻونگر جي مٿين سطح هلڪي ٻوجري ۽ هيٺين سطح سٽيي ۽ چمڪدار ٿئي ٿي. پاسي واري ٻونگر (ننڍڙا پن) شڪل ۾ بيضوي (Oval) ٿئي ٿي، جڏهن ته چوٽيءَ وارا پن ان جي ابتڙ ڏسڻ ۾ ايندا آهن. هن وڻ جي گل تي بيضي نما گونج هوندا آهن. هي وڻ جنوريءَ کان اپريل تائين واڌ ڪندو آهي.

**سهاڻي، چرنداس:** نامياري اديب چرنداس ٺاڪرداس سهاڻيءَ جو جنم، 26 جون 1905ع تي نوشهري فيروز ۾ ٿيو. هي ڪهاڻيڪار، ناول نگار، مضمون نگار ۽ سوانح نگار رهيو آهي. ڪيترائي مضمون، مقالا ۽ ڪهاڻيون لکيون اٿائين. ورهاڱي وقت سنڌ ڇڏي بمبئيءَ ۾ وڃي سڪونت اختيار ڪيائين.

چرنداس سهاڻيءَ 15 ڪتاب لکيا، سندس ڪجهه ڇپيل ڪتاب هن ريت آهن: (1) ’سنڌي ساهتيه جو ابو: ديوان ڪوڙومل چندن مل‘ 1927ع ۽ 1962ع، (2) ’جيون مڪت، ڀڳت واڌو رام‘ 1923ع ۽ 1966ع، (3) ’نانڪ ۽ نرنڪاري‘ 1969ع، (4) ’شري واڌا ۽ شري ڪرشن جا پريم آلاپ‘ (1971ع)، (5) ’يوگ وششٽ‘ 1979ع، (6) ’سندر سوڪڙي‘ (1953ع).

**سهاڻي فقير جو ميلو:** سهاڻي فقير جو ميلو، هر سال 25، 26 ۽ 27 محرم الحرام تي ٻاروچي باغ، تعلقي هالا ۾ ڌام ڌوم سان ملهايو

ويندو آهي. هن ميلي ۾ ملاکڙو ٿيندو آهي، جنهن ۾ اُتر ۽ لاڙ جا پهرئين جوڙ جا پهلوان حصو وٺندا آهن. ان کان سواءِ ميلي ۾ موت جو کوهه، سرڪس، رڇ ۽ ڪتي جي ويڙهه، پلن ڏگن، اُٺن ۽ گهوڙن جي ڊوڙ جو انعامي مقابلو ۽ سنا دکان سينگاريندڙن ۾ به انعامي مقابلو ٿيندو آهي. هن ميلي ۾ موسيقيءَ جو پروگرام به ٿيندو آهي، جنهن ۾ ٽي. وي ۽ ريڊيو جا مشهور فنڪار پنهنجي فن جو مظاهرو ڪندا آهن.

**سُهائي ابڙو:** نئين ٽهيءَ جي ڪلاسيڪل اداڪارِ ۽ پارت ناٽيم ڊانسر سهائي ابڙو، مشهور چترڪار خدا بخش ابڙي ۽ نامور شاعره ۽ ليکڪا عطيه دائود جي نياڻي آهي. هن 23 سيپٽمبر 1993ع تي ڪراچيءَ ۾ جنم ورتو اي ليول تائين تعليم وٺڻ دوران ئي هن پرفارمنگ آرٽ ۾ پاڻ مڃائي وڏي شهرت حاصل ڪئي آهي.



سهائي ابڙو، ڪٿڪ ناچ جي شاخ پارت ناٽيم جي سکيا وٺي رهي آهي. هن ستن سالن جي ننڍڙيءَ ڄمارڪان پاڪستان جي ناماياري ڪلاسيڪل ڪٿڪ ڊانسر شيما ڪرماڻيءَ وٽ ڪلاسيڪل رقص ۽ يوگا جي تربيت وٺڻ شروع ڪئي، جنهن کيس پارت ناٽيم، ڪٿڪ، مڻيپوري ۽ بعد ۾ جديد ۽ لوڪ نرتيه جي سکيا ڏني.

سهائيءَ تازو 2012ع ۾ The Lyceum School ڪراچيءَ مان برٽش سسٽم آف ايجوڪيشن مان ائڊوانسڊ ليول (سينئر سيڪنڊريءَ برابر) مڪمل ڪئي آهي.

ڪلاسيڪل رقص کان سواءِ سهائي ابڙو ڪجهه ٽي. وي ڊرامن، ٽيلي فلمن، ٿيئٽر ناٽڪن ۽ دستاويزي فلمن ۾ پڻ اداڪاري ڪئي آهي.

سهائي ابڙو، ننڍپڻ کان ئي پاڪستان توڙي ٻاهرين ملڪن ۾ ڪافي تقريبن ۾ پرفارم ڪري چڪي آهي، جن ۾: انڊو پاڪ پيس سيمينار، ڪراچي (2003)، انٽر بين الاقوامي اولمپيائي ايجوڪيشنل اسڪول ڪراچي (2006)، آرٽ فيسٽيول (2007، 2008)، ورلڊ ڊانس ڊي، ڪراچي (2007، 2008، 2009 ۽ 2010)، فيض: سؤ ساله جشن پروگرام (2011)، ڪراچي لٽريچر فيسٽيول، ڪراچي (2011ع)، خسروءِ نسلِ نو (2011ع) ۽ نئشنل ڪميشن آف اسٽيٽس آف وومئن اِن پاڪستان، ڪراچي (2012ع) وغيره شامل آهن.

سهائي، پاڪستان کان سواءِ هندستان، نيپال ۽ ايران ۾ پنهنجي فن جو مظاهرو ڪري چڪي آهي. هن 'عورتازاد تحريڪ' (تحريڪ نسوان) طرفان شيما ڪرماڻيءَ سان گڏجي، هندستان جو دورو به ڪيو جتي هن دهلي، روهتڪ، لکنو امرتسر موگا، پٽيالا، لڌيانه، پٽندا، فيروزپوره، فريدڪوٽ، جالندر ۽ پنجاب جي شهرن ۾ ٿيئٽر ۽ ڪلاسيڪل رقص جي پرفارمنس ڪئي.

سهائيءَ، جن ٿيئٽر ناٽڪن ۾ ڪم ڪيو آهي، تن ۾: 'A Thing of Beauty' (ٿيئٽر پلي، فروبيل ايجوڪيشن سينٽر ڪراچي، 2007ع)، 'جنين لاهور نهين ويکيا' ٿيئٽر پلي (تحريڪ نسوان پاران، لاهور، ڪراچي ۽ دهلي وغيره ۾ 2007ع ۽ 2009ع)، 'جنگ اب نهين هو گي' (تحريڪ نسوان پاران دهلي، روهتڪ، لکنؤ: 2011ع)، 'An evening of Classical Dance' ۽ '4th Asia Girls' (ڪٽمنڊو، سال 2007ع) شامل آهن.

سهائيءَ هم، ايڪسپريس ۽ اي. آر. واءِ (ARY) چئنلن تان نشر ٿيندڙ ڊرامن ۽ ٽيلي فلمن: 'گڏبي' (ٽيلي فلم: 2005ع)، 'امتل ڪي گلي' (2005ع)، 'شالي' (ٽيلي فلم: 2007ع)، 'پويال والي بلقيس' (ٽيلي فلم: 2008ع)، 'ميري بيٽي' (ٽيلي فلم: 2008ع)، 'سنجها' (ڊراما سيريل: 2011-2012ع)، 'جشن ڪا دن هي' (2012ع)، 'تم مجهه ۾ زنده هو' (ٽيلي فلم: 2012ع)، 'انا متا' (ٽيلي فلم، جيڪا اڃا رليزنه ٿي آهي: 2012ع)،



'ڪس موسم ڪي تلاش مين' (ٽيلي فلم، جيڪا اڃا رليز نه ٿي آهي: 2012ع)، ٿيئٽر پلي 'ڪافڪا' (نيشنل اڪيڊمي آف پرفارمنگ، ڪراچي: 2012ع) ۾ پڻ اداڪاري ڪري چڪي آهي.

سهائي ابڙو، اردو زبان جي مايه ناز شاعره ۽ عورتن جي حقن جي علمبردار فهميده رياض جي شاعريءَ تي ٻڌل ٻن ميوزڪ وڊيوز 'اسير شهزادي' (2001ع) ۽ 'عورت اور مرد برابر هين' (2011ع) ۾ پڻ فن جو مظاهرو ڪيو آهي، جيڪي عورتن جي حقن جي تنظيم 'تحريڪ نسوان' پاران رليز ڪيا ويا آهن.

هن ڪيترين ڊاڪيومينٽرين ۾ به ڪم ڪيو آهي، جهڙوڪ: 'Brave Girl' (تحريڪ نسوان، ڪراچي، 2005ع)، 'Proud to be a girl' (تحريڪ نسوان، ڪراچي، 2006ع).

ان ڪانسواءِ هن سنڌي موسيقيءَ جي 'دي اسڪيچز' گروپ طرفان هير رانجهو داستان تي مبني ميوزڪل وڊيو 'عشق دا ڪلمه' (2012ع) ۾ پڻ پرفارم ڪري شهرت ماڻي آهي.

**سُهائي ٽالپر**: سُهائي ٽالپر، نامياري ڊاڪٽر ۽ اديب عزيز ٽالپر جي نياڻي آهي. هن ضلعي ٽنڊي محمد خان جي ڳوٺ ڀائي خان ٽالپر ۾، 23 سيپٽمبر 1987ع تي جنم ورتو. هيءَ خاندان جي پهرين عورت آهي، جنهن اعليٰ تعليم حاصل ڪري، 15000 اميدوارن ۾ سڀ کان وڌيڪ مارڪون حاصل ڪري، سي. ايس. سي جو امتحان پاس ڪيو آهي. اِن امتحان ۾، عورتن ۾ ٽيون نمبر اچي، سنڌ ۾ پوليس کاتي ۾ ٽين عورت اي. ايس. پي جو عهدو حاصل ڪيو آهي. هن نياڻيءَ جي ڪاميابيءَ ۾ سندس روشن خيال والد ڊاڪٽر عزيز ٽالپر ۽ والده غلام سڪينه ٽالپر جو وڏو هٿ آهي، جن زندگيءَ جي هر موڙ تي سندس همت افزائي ۽ رهنمائي ڪئي ۽ ڌيءَ کي اعليٰ تعليم ڏيارڻ وقت غلط ريتن رسمن ۽ سماجي رڪاوٽن جي ڪا به پرواهه نه ڪئي.



سهائي ٽالپر جو چوڻ آهي ته ڪيس ابتدا کان وٺي پوليس ڊپارٽمينٽ ۾ اچڻ جو گهڻو شوق هو ان ڪري هن CSS جو امتحان، پوليس ڊپارٽمينٽ ۾ اچڻ جي حوالي سان ڏنو. هوءَ سنڌي عورتن ۾ سنڌ جي ٽيون نمبر ۽ لاڙ جي علائقي توڙي ٽالپر خاندان جي پهرين عورت اي. ايس. پي مقرر ٿي آهي. پوليس ڊپارٽمينٽ ۾، عورتن جي اچڻ سان سنڌي سماج ۾ بهتري ايندي.

سهائي عزيز، ٻري اسڪول تعليم (نرسري) CBS ٽنڊي محمد خان ۾ حاصل ڪئي، پهرئين کان ٽيون درجو شاهه لطيف اڪيڊمي ٽنڊي محمد خان ۾ پڙهي ۽ چوٿين کان نائين درجي تائين فوجي فائونڊيشن ٽنڊي محمد خان ۾ تعليم حاصل ڪئي، جڏهن ته ميٽرڪ 2003ع ۾، انٽرميڊيٽ 2005ع ۾ بحريه فائونڊيشن حيدرآباد مان پاس ڪيائين. بي. ڪام گورنمينٽ زبيده گرلس ڪاليج حيدرآباد مان پاس ڪرڻ کانپوءِ چارٽرڊ اڪائونٽنسي ماڊيول A ۽ B الحمد اڪيڊمي حيدرآباد مان ۽ ماڊيول C، SKANS اسلام آباد مان ڪيائين. ايم. اي اڪنامڪس 2011ع ۾ زبيده گرلس ڪاليج مان ڪيائين. سي. ايس. ايس. جي تياري ڪامڪس اڪيڊمي حيدرآباد ۾ سيپٽمبر 2011ع ۾ ڪيائين ۽ 2012ع ۾ CSS جو ڪاميابيءَ سان امتحان پاس ڪري پوليس سروس پاڪستان ۾ اي. ايس. پي طور ڪاميابي ماڻيائين.

سهائي ٽالپر اسڪول ۽ ڪاليج دوران بهترين ڊبيٽر ۽ مقرر رهي آهي، ڪاليج جي شاگردياڻين جي چونڊن ۾ ڪامياب ٿي هيڊ گرل پڻ بڻي ۽ هميشه پوزيشن هولڊر رهي.

سهائي ٽالپر، هاءِ اسڪول جي تعليم دوران ’سنڌي ٻالڪ تنظيم‘ ۾ سرگرم رهي چڪي آهي، جنهن پليٽفارم تان هن مختلف علمي ۽ ادبي تنظيمن جي ڪيترين تقريبن ۾ شرڪت ڪئي هئي.

**سهتا**: سهتا، هڪ سماٽ راجپوت قبيلو آهن. مؤرخن جي چوڻ موجب: سنڌ جا سهتا، محمد بن قاسم جي آمد کانپوءِ مسلمان ٿيا، جڏهن ته هندستان ۾ رهندڙ سهتا اڄا هندو آهن. سماٽ قبيلي تي نظر وجهڻ سان معلوم ٿئي ٿو ته: جادم کي يارهن (11) پٽ: گجپت، ڪن منگس، پوپت، سمون، هسپت، ڏاريجو سهتو سوڊو، صحرائي ۽ راٺوڙ هئا. سهتا جادم جي پٽ سهتي جو اولاد آهن. هندن جي داستانن ۾ لکيل آهي ته: هندو قوم جا ست ورن آهن، جن مان هڪ ورن جو نالو ’سهتو‘، جنهن ورن (ورڻ) جي حسب ۽ نسب سان هي اڄ به سهتا سڏجن ٿا.

ايس. صادق عليءَ جي لکڻ موجب، سام جي هڪ پٽ جو نالو ’ٻڌا‘ هو، جنهن کي 16 پٽ هئا، تن مان هڪ جو نالو ’سهتو‘ هو انهن سورهن پٽن کي مجموعي طور ’راٺوڙ‘ چوندا هئا. انهن راٺوڙن جي اولاد مان سهتا آهن.

610هه/ 1213ع ۾ راٺو پنوئر سهتو، دربيلي تي حڪومت ڪندو هو جيڪو بعد ۾ مسلمان ٿيو ۽ سندس اولاد اڄ به هن علائقي ۾ رهي ٿو.

ميان نيڪ محمد سهتي جي لکيل فارسي نسخي موجب، راجا موڙاسنگهه کي 7 پٽ، ڏارو، شورو، ڪونئرو، سهتو، راهو، مگڻ ۽ اڄڻ هئا. انهن مان سهتي جي اولاد پاڻ کي ’سهتا‘ سڏايو. راجا موڙا سنگهه، مخدوم بن قاسم آڏو اسلام قبول ڪيو. راجا موڙاسنگهه پنهنجي حياتيءَ ۾ پنهنجي پٽ سهتي کي نوشهري فيروز، موري ۽ ڪنڊياري وارو علائقو جاگير طور عطا ڪيو هو. انهن ٽنهي تعلقن کي گڏي ’ساهتي‘ پرڳڻو چوندا هئا. اهو ساهتي نالو ’سهتا‘ قبيلي تان پيل آهي، جنهن تي سهتا قبيلي جا ماڻهو حڪومت ڪندا هئا. حڪمراني ۽ سرداري جي ڪري سهتا ’جام‘ به سڏجن ٿا.

ڪن تاريخي حوالن موجب خانواهڻ، راڻيپور، ۽ درازا شهر سهتن جا ٻڌايل آهن.

سهتن جي خاص پاڙن جو ذڪر هن ريت آهي: (1) آبن (اَبنَ)، (2) بلال جا، (3) ڀٽجاڻي، (4) ٻيگاڻي، (5) پريجا، (6) ترٽا، (7) ڪگِر (8) توڪا، (9) جماڻي، (10) جمڙا، (11) جهيجا، (12) جاماڻي، (13) چناڻي، (14) هُليا، (15) خليفا، (16) خميساڻي، (17) ڏهيا، (18) ڏيپارجا، (19) ڊوڊا، (20) رڪڻاڻي، (21) رڪڻ پوٽا، (22) ساهل، (23) ساهيجا، (24) سڏوپوٽا، (25) سڏوجا، (26) سوائي، (27) سينر، (28) شمس، (29) شورا، (30) صدرجا، (31) عليم جا، (32) غيب الدين پوٽا، (33) ڪپرجا، (34) مگڻيجا، (35) موٽيارجا، (36) موڏيجا، (37) مهرابجا، (38) هنگورا پوٽڙ.

**سهتا** (ديهه): تعلقي ۽ ضلعي گهوٽڪيءَ جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

پنجل سهتو، گنجي، شاهه محمد سوڊو، خدا بخش مگريو ۽ شاهل خان گوڏاڻي.

**سهتو**[1] **(ديهه)**: تعلقي حيدرآباد جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

احمد سهتو، ولي محمد رند، پورو خان رند، امام بخش رند، ڪامو لاشاري، محمد خان جلباڻي ۽ ڪولهي ڳوٺ.

**سهتو**[2] **(ديهه)**: تعلقي فيض گنج ۽ ضلعي خيرپورميرس جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

الهجڙيو لاشاري، حاجي غلام حسين ۽ حاجي قاسم.

**سهتو، علي رضا**: ناليواري صحافي ۽ قومي ڪارڪن، علي رضا سهتي، 17 فيبروري 1972ع تي بادهه شهر، ضلعي لاڙڪاڻي ۾ جنم ورتو. شروعاتي تعليم پير نقي شاهه پرائمري اسڪول مان، مئٽرڪ جو امتحان هاءِ اسڪول بادهه مان ۽ انٽر ڪامريڊ حيدر بخش جتوئي سائنس ڪاليج ڏوڪريءَ مان پاس ڪيائين. ان بعد سنڌ يونيورسٽي، ڄامشوري ۾ داخلا ورتائين، جتان 1994ع ۾ سائيڪالاجيءَ ۾ ايم. ايس. سي ڪيائين.



علي رضا ڪاليج واري زماني کان فڪر جي. ايم. سيد سان سلهاڙجي ويو ۽ هي بادهه جي پلوڙ ڪارڪنن ۾ شمار ٿيندو هو. هن بادهه ۾ ڪُل وقتي ڪارڪن طور ذميواريون نڀايون، پهريان لطيف سنگت جو ميمبر رهيو، بعد ۾ جسقم لاڙڪاڻي ضلعي جي پريس سيڪريٽري طور ذميواريون نڀايائين. هي ادبي سنگت جي گڏجاڻين ۾ به پابنديءَ سان شرڪت ڪندو هو ۽ پنهنجون لکڻيون پڙهندو هو. ان بعد جڏهن سنڌ يونيورسٽي آيو ته جساف جي پليٽفارم تان شاگرد سياست ۾ قدم رکيائين. ان دوران شاگردن جي مسئلن جي لاءِ ڀرپور جدوجهد ڪندو رهيو، جنهن ڪري شاگردن توڙي استادن ۾ مقبوليت ماڻيائين. علي رضا هڪ خودار انسان واري زندگي گذاري. هي اصولن جو نهايت ئي پابند هو. جيتوڻيڪ هي بنيادي طور غريب گهراڻي جو فرد هو، پر پوءِ به هن اصولن کي ڪٿي به نه ٽوڙيو. ضمير جو سودو نه ڪيو. علي رضا سنڌ يونيورسٽيءَ مان سائيڪالاجيءَ جي ڊگري حاصل ڪرڻ کانپوءِ روزگار جي تلاش ڪندي 2000ع کان سنڌ اخبار ۾ سب ايڊيٽر کان پنهنجي صحافي زندگيءَ جو آغاز ڪيو ۽ جلد ئي محنت ڪري نيوز ايڊيٽر ٿيو. ڪجهه وقت سنڌ اخبار ۾ ڪم ڪرڻ کانپوءِ روزاني ڪاوش ۾ سب ايڊيٽر طور ڪم ڪرڻ لڳو جتي پڻ سندس صلاحيتن جو قدر ڪندي مانيٽرنگ ڊيسڪ جون ذميواريون ڏنيون ويون ۽ گڏوگڏ هفتيوار مئگزين جون به ذميواريون سنڀاليندو هو. ڪاوش جو ايڊيٽر علي قاضي سندس محنتن جو قدر ڪندو هو ۽ کيس تمام گهڻو پيائيندو هو جنهن ڪري کيس ڪي. ٽي. اين نيوز شعبي ۾ اسڪرپٽ ايڊيٽر ڪري رکيائين. هن ڪجهه وقت لاءِ سنڌ ٽي. وي ۽ مهراڻ ٽي به ڪم ڪيو. اهڙيءَ طرح علي رضا جتي به رهيو نيڪ نيتيءَ ۽ محنت سان ڪم ڪيو. علي رضا پلوڙ مقرر به هو ته بهترين نثر نويس به رهيو. سندس سوين ڪالم اخبارن ۾ ڇپيا، جيڪي پنهنجي وقت جو هڪ آئينو آهن. هن ڪيترن ئي سنڌ جي اهل علم، ساڃاهه وندن ۽ سياستدانن جا انٽرويو به ڪيا. هن فلسطيني تحريڪ تي طويل مضمون لکيا. علي رضا پنهنجي زندگيءَ جي مختصر عرصي ۾ ڪيترائي ڪم ڪيا. 17 جون 2012ع تي چاليهن سالن جي عمر ۾ ڪراچيءَ جي جناح اسپتال ۾ وفات ڪيائين. کيس بادهه جي اباڻي قبرستان ۾ مٽي ماءُ حوالي ڪيو ويو.

**سهتو، علي رضا قاضي**: قاضي علي رضا سهتي، 14 اپريل 1976ع ۾ ضلعي نوشهري فيروز، تعلقي ڀريا جي ڳوٺ دليپوٽا ۾، علائقي جي ناميار تعليمدان استاد دين محمد سهتي جي گهر ۾ جنم ورتو. انٽر تائين تعليم مٺياڻي ۽ نوشهري فيروز مان حاصل ڪرڻ بعد شاهه عبداللطيف يونيورسٽي، خيرپور ميرس مان سنڌيءَ ۾ ايم اي ڪيائين. 2001ع کان 2006ع تائين صحافت سان لاڳاپيل رهيو. مختلف سنڌي روزاني اخبارن: 'تعمير سنڌ'، 'سنڌ'، 'هلچل'، 'شام'، 'ڪوشش' ۽ 'پاڪ' ۾ سب ايڊيٽر ۽ انچارج ايڊيٽوريل پيج جي حيثيت ۾ ڪم ڪيائين. سندس به سؤ جي لڳ ڀڳ مضمون مختلف اخبارن ۾ ڇپجي چڪا آهن. 2006ع ۾ تعليم کاتي ۾ سنڌيءَ جو ليڪچرار مقرر ٿيو. سندس پهريون ڪتاب ساهتي پرڳڻي جي مشهور سماجي شخصيت ڊاڪٽر رانجهن پنهور تي لکيل تاثراتي خاڪن جي ڪتاب 'ساهتيءَ جو اڻملهه هيرو' آهي، جيڪو 2008ع ۾ گل پنهور پبليڪيشن ڳوٺ گل محمد پنهور طرفان ڇپجي پڌرو ٿيو. 2012ع ۾ ساهتيءَ جي تاريخي شهر ٺاروشاهه تي لکيل دستاويزي ڪتاب: 'ٺاروشاهه 9 ڪلوميٽر' لکيائين: جيڪو 'علي پبليڪيشن ٺاروشاهه' طرفان پڌرو ٿيو. ان کان سواءِ ايڊيٽر جي حيثيت ۾ ڊگري ڪاليج ڪنڊياري جي ساليانې مخزن 'ساهتيءَ' ۾ پڻ ڪم ڪيو اٿس؛ جنهن جا ٻه ساليانا شمارا نڪري چڪا آهن.



**سهتو، قائم الدين**: ناميارو سگهڙ قائم الدين ولد عبدالرشيد سهتو 1960ع ڏاري ڳوٺ سهتا ۾ ڄائو. کيس پندرنهن سورهن سالن جي ڄمار ۾ سگهڙائپ جو شوق ٿيو. انهيءَ سلسلي ۾ مشهور سگهڙ محمد ملوڪ عباسيءَ جو شاگرد بڻيو. قائم الدين سهتو ڏنڌي جي لحاظ کان هاري هو. هن لوڪ ادب جي مڙني صنفن جهڙوڪ: حمد، نعت، سينگار، ڏور، بيت، هنر، ڳجهارت، پرولي، وغيره تي چڱي خاصي



طبع آزمائي ڪئي. ان ڪانسواءِ عمر مارئي، سهڻي ميهار، مومل راڻي، سورٺ راءِ ڏياچ جي داستانن تي پڻ بيت چيا. ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ پنهنجي ڪتاب ’سنڌي سينگار شاعري‘ ۾ قائم الدين سهتي جا ٽي سينگار جا بيت ڏنا آهن. ان کان سواءِ سگهڙن جي پارکوءَ عبدالله خان ورياهہ ’سگهڙن جي ڊائريڪٽريءَ‘ ۾ سندس تصوير ۽ ڪجهہ بيت ڏنا آهن.

قائم الدين سهتو پاڪستان ٽيليويزن تي 1982ع کان لوڪ ادب تي مشتمل مختلف پروگرامن: ڪچهري، اوطاق، رس رهاڻ ۽ سنڌ سپيتا ۾ ڪيئي پيرا پنهنجو فن پيش ڪندو رهيو ۽ 1986ع کان ريڊيو پاڪستان خيرپور تان پروگرام ’سهڻي ڌرتيءَ‘ ۾ پڻ ڪيئي پيرا شرڪت ڪيائين سندس لوڪ شاعريءَ جو ڪتاب ’قائم جو ڪلام‘، ’سنڌ سگهڙ ويلفيئر ائسوسيئيشن شڪارپور‘ شايع ڪري چڪي آهي. قائم الدين سهتي کي سندس فن جي مڃتا طور ادارن ۽ سرٽيفڪيٽ بہ مليا. هن مئي 2009ع ۾ وفات ڪئي.

**سهتيہ محلو:** ٺٽي جي قديم آڳاٽي جاگرافي بيان ڪندي پير حسام الدين راشدي ’ڳالهيون ڳوٺ وڻن جون‘ ۾ ڄاڻائي ٿو تہ، ”سهتيہ محلو غالباً ارغونن جي ڏينهن کان بہ اڳ آباد هو. ارغونن جي دور ۾ سيد محمود گجراتي، جيڪو ٺٽي جي بخاري سيدن جو مورث اعليٰ هو. انهيءَ محلي ۾ اچي آباد ٿيو. اهو بزرگ جامع فرخ مسجد، جيڪا 938هہ/ 1531ع ۾ تعمير ٿي، انهيءَ جو امام ۽ خطيب هو. ٺٽي جا مفتي بہ انهيءَ محلي ۾ رهندا هئا. انهيءَ محلي ۾ ڪشمشن جو پاڙو بہ هو. جنهن جي ويجهو سيد ابراهيم ۽ پير ڪٺوريي جون قبرون هيون. انهيءَ محلي ۾ جيڪو شاهي رستو هو، ان تي سيد ابراهيم سمن جي دور جو بزرگ ۽ شاهہ ڪر گنج جو دوست پير البو پوريل هو. روايت آهي تہ پير شاهہ مراد هر آچر تي پير البي جي زيارت لاءِ اتي ايندو هو.

ٺٽي جا نامور جلد بند انهيءَ محلي ۾ رهندا هئا ۽ سندن پاڙو خاص ۽ جدا هو. ٺٽي جو بزرگ سيد ابراهيم (متوفي: 963هہ) اتي پوريل آهي. ان ڪانسواءِ ٻين ڪيترن بزرگن جون مزارون پڻ هن محلي ۾ آهن.

**سهجرام توشڪچي:** سهجرام اصل ۾ ڪلهوڙن جي توشاخاني جو سنڀاليندڙ هو. توشاخاني ۾ بادشاهہ جا قيمتي سامان ۽ ڪتاب هوندا آهن، جن جون ڪنجيون جنهن سنڀاليندڙ وٽ هونديون هيون، ان کي ’توشڪي‘ يا ’توشڪچي‘ چيو ويندو هو. سهجرام بہ ڪلهوڙن جو ’توشڪي‘ هو. سهجرام ميان غلام شاهہ ڪلهوڙي ۽ ميان نور محمد ڪلهوڙي جي دور ۾ ’توشڪي‘ هو ۽ ڏاڍو ايماندار هو. ميان نور محمد جي دور ۾ جڏهن نادر شاهہ، سنڌ تي حملو ڪيو تہ سهجرام هيرا جواهر ۽ قلمي ناياب طلائي نسخا ائين لڪائي ڇڏيا، جڻ توشڪ ۾ هئا ئي ڪونہ. جڏهن نادر شاهہ واپس ويو، تڏهن سهجرام اهو سڄو مال ميان نور محمد آڏو وڃي پيش ڪيو. جنهن کي ڏسي ميان نور محمد ڏاڍو خوش ٿيو ۽ سهجرام کي انعام ۽ اڪرام ڏنائين. واضح رهي تہ توشڪي سامان لڪائڻ ۾ ماهر هوندا هئا ۽ ان خفيہ جاءِ جي صرف توشڪي ۽ بادشاهہ ڪانسواءِ ٻئي ڪنهن کي بہ خبر نہ هوندي هئي.

**سهجوءَ جو دڙو:** ’سون ٽرڙيءَ‘ جي پرڳڻي ’مقصودي جي ڪُور‘ کان 3 ڪلوميٽر اوپر طرف ۽ شهداد ڪوٽ شهر کان 23 ڪلوميٽر اتر-اوڀر ۾ ڳوٺ سهجو بروهيءَ جي ماڳ وٽ ڪل 3 دڙا آهن، جن مان 2 دڙا مقام ٻڌجي ويا آهن، جڏهن تہ باقي ٽيون دڙو ڳڙهي خيري تعلقي جي حدن ۾ اچي ويو آهي. هنن ٽنهي دڙن مان ٻہ ننڍا دڙا اٽڪل 8 جريب ايراضي والارين ٿا ۽ اٽڪل 6 فوٽ کن اوچا آهن، جڏهن تہ انهن مان سڀ کان وڏو دڙو سهجوءَ جو دڙو آهي، جنهن جي اوچائي 25 فوٽن کان بہ سرس ٿيندي. سهجو بروهيءَ وارو ڳوٺ شهداد ڪوٽ تعلقي جي اتر اڀرندي ڪنڊ وٽ آهي، سهجو جو دڙو پنهنجي نالي واري ڳوٺ جي اوڀر ۾ اٽڪل ڏيڍ ڪلوميٽر جي وٿيءَ تي واقع آهي، جتي ڪوٺائيءَ کان سواءِ دڙي ۾ پوريل شيون ڏسڻ ممڪن نہ آهن. هتان سرن جا ٽوٽا، ڇتيل ٺڪريون، پٿرن جي اوزارن جا پاساڙا، مٽيءَ جون پڪل چوڙيون، ڪاري رنگ جا ٽانوَ لوهہ جا ٽڪرا، سپيون ۽ ٻيون ڪيتريون نراليون شيون مليون آهن. هيءَ دڙو چڱي ايراضيءَ ۾ ڦهليل آهي. اندازو آهي تہ هن وسنديءَ کي پنهنجي آباڪاريءَ وقت سکر واهہ، بيگاري واهہ ۽ مقصودي جي ڪُور مان پاڻي جهجهي مقدار ۾ ملندو هوندو. سکر واهہ ۽ بيگاريءَ کي تہ ڪن تاريخدانن سنڌو درياهہ جا قدرتي ڦاٽ سڏيو آهي، جن کي ڪلهوڙن، ٽالپرن ۽ انگريزن جي دور ۾ سنواريو ۽ سڌاريو ويو هو. جڏهن تہ مقصودي جي ڪُور، ڪلهوڙا دور جي نامياري جرنيل ميان شاهہ بهاري (ولادت: 1665ع، وفات: 1735ع) جي وڏي پاءِ مقصودي فقير جي کوٽايل آهي.

**سهراب پور (ديهہ):** تعلقي هالا جي هڪ ديهہ جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن: طيب ڏاهري، اپوڙو ڏاهري، منو شاهہ، بچل انڙ، جادو ڳاهوٽي، مهر شاهہ، جهرڙو ڳاهوٽي، مراد ڪملو ۽ علي اڪبر جي اوطاق.

**سهراب خان ٽالپر ’مسڪين‘:** مير سهراب خان ٽالپر خيرپور رياست جي ٽالپر حڪمران مير رستم خان ٽالپر جو پوٽو ۽ مير محمد حسن خان جو پٽ هو. شاعريءَ ۾ ’مسڪين‘ تخلص استعمال ڪندو هو. مياڻيءَ جي جنگ ۾ مير رستم خان ۽ مير محمد حسن خان حيدرآباد جي ٽالپرن سان گڏ انگريزن سان وڙهيا ۽ جنگ هارائڻ ڪانپوءِ هي ٻئي بہ حيدرآباد جي ٽالپر حاڪمن سان گڏ گرفتار ٿي ڪلڪتي پهتا. مير سهراب خان پنهنجي پيءُ ۽ ڏاڏي جي جلاوطنيءَ ڪانپوءِ منگهن واريءَ ۾ اچي ويٺو.

مير سهراب خان ٽالپر پنهنجي دور جو نامور شاعر ۽ درويش صفت انسان ٿي گذريو آهي. ٻين ميرن جي برعڪس هن کي ڪنهن بہ عيش عشرت يا شوق شڪار وغيره سان دلچسپي نہ هوندي هئي.

هي پنهنجو سمورو وقت فقيرن جي صحبت ۽ ڪتابن جي مطالعي ۾ صرف ڪندو هو. سندس فارسي غزلن تي مشتمل نسخو ’ديوان مسڪين‘ سندس اولاد وٽ موجود آهي. سندس ديوان جو هڪ ٻيو نسخو ٽنڊي آغا حيدرآباد جي نامور اديب مرزا عباس علي بيگ جي ڪتب خاني ۾ پڻ موجود آهي. جنهن جي فوٽو اسٽيٽ ڪاپي، انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجيءَ ۾ رکيل آهي.

مير سهراب خان ٽالپر 1292ھ/1875ع ۾ وفات ڪئي. سندس وفات تي چيل قطعہ تاريخ جا چند بند هيٺ ڏجن ٿا:

ختم يار ما کرد رفت از جهان،
زمہ چهارده بود ذوالحج زمان،
بپر سيدم ازغيب هاتف بگفت،
چو طوطي بہ باغ ارم بود آن.

1292ھ

**سهراب خان سرڪي، ڊاڪٽر:** ناميارو سياستدان ۽ پ.پ اڳواڻ ڊاڪٽر سهراب خان ولد سردار واحد بخش خان سرڪي، 30 جولاءِ 1968ع تي ڳوٺ ڳڙهي حسن، تعلقي ٺُل، ضلعي جيڪب آباد ۾ پيدا ٿيو. هن ماڊرن هاءِ اسڪول سکر مان مئٽرڪ ۽ گورنمينٽ ڪاليج ٺل مان انٽر پاس ڪئي. ان بعد پوليٽيڪل سائنس ۾ ايم. اي جي ڊگري شاهہ عبداللطيف يونيورسٽي، خيرپور ميرس مان ورتائين. جنهن بعد ڊائو ميڊيڪل ڪاليج ڪراچيءَ مان ايم. بي. بي. ايس پاس ڪيائين. ان کانپوءِ هن عملي سياست ۾ حصوورتو ۽ ابتدا کان وٺي پاڪستان پيپلز پارٽيءَ سان وابستہ رهيو آهي.



ڊاڪٽر سهراب سرڪي پهريون ڀيرو 1993ع ۾ آزاد اميدوار طور صوبائي چونڊن ۾ بيٺو ۽ مير حسن خان کوسي کي شڪست ڏئي صوبائي اسيمبليءَ جو ميمبر چونڊيو ۽ پوءِ پاڪستان پيپلز پارٽيءَ ۾ شموليت اختيار ڪيائين. سهراب سرڪي 1997ع جي صوبائي چونڊن ۾ بہ ڪامياب ٿيو ۽ 2002ع جي صوبائي چونڊن ۾ بہ ڪامياب ٿيو ۽ پ.پ.پ (پيٽريات) جو ميمبر رهيو. ان دوران بين الصوبائي رابطن جو صوبائي وزير رهيو. سهراب سرڪي 2013ع وارين چونڊن ۾ پي. ايس 15 جيڪب آباد/ ڪشمور تڪ تان ڪاميابي حاصل ڪئي.

ڊاڪٽر سهراب سرڪي سماجي ڪمن ۾ بہ اڳيرو رهيو آهي. هن پنهنجي علائقي ۾ ڪاليجن ۽ اسڪولن جي قيام لاءِ عملي ڪوششون ڪيون آهن. مختلف وقتن تي سعودي عرب، فرانس، سنگاپور، شام، دبئي ۽ انگلنڊ جا دورا پڻ ڪري چڪو آهي.

**سهراب سومرو:** مشهور سنڌي مزاحيہ اداڪار ۽ ڳائڻو 25 آگسٽ 1976ع تي روهڙيءَ ۾ ڄائو هن شاهہ عبداللطيف يونيورسٽيءَ مان صحافت ۾ ماسترس ڪئي. هو سمورن سنڌي سيٽلائيٽ چئنلن: ڪي. ٽي. اين، ڪشش، سنڌ ٽي. وي، مهراڻ ٽي. وي، آواز ٽي. ويءَ تي ميزبان، ليکڪ ۽ ڊائريڪٽر طور ڪيئي شو پيش ڪري چڪو آهي. ڪيس ٽن پٽن جو اولاد آهي ۽ ڪراچيءَ ۾ رهي ٿو.



**سهراب فقير (راڳي):** سنڌ جي ناليواري صوفي فنڪار سهراب فقير جو جنم 1934ع ڌاري ضلعي خيرپور جي هڪ ڳوٺ ٽالپر وڏا ۾ حمل فقير خاصخيليءَ جي گهر ۾ ٿيو. سندس والد ناليواري بزرگ شاعر خوش خير محمد هيسباڻيءَ جو طالب ۽ سنو راڳي هو. هن اسڪولي تعليم ٻن ٽن درجن تائين حاصل ڪئي. ننڍپڻ کان ئي راڳ طرف مائل هو. انن سالن جي عمر ۾ پنهنجي والد ۽ چاچن سان گڏ ڳائڻ شروع ڪيائين.



موسيقيءَ سان سهراب فقير جو وڌندڙ شوق ڏسي، سندس والد کيس روهڙيءَ ۾ خانصاحب ڪيتي خان جي حوالي ڪيو. جنهن کان هن راڳ جي باقاعده تعليم حاصل ڪئي. شروع ۾ سهراب فقير استاد ڪيتي خان سان گڏ طبلو وڄائيندو هو. ڪجهہ وقت بعد استاد جي اجازت سان ڳوٺ واپس آيو ۽ پنهنجي مرشد خوش خير محمد هيسباڻيءَ جي درگاهہ تي پهريون ڪلام 'ڪيڏي قدم ڪايا ڪان ٻاهر ڪر، تڏهن هر جاءِ ايندءِ حق نظر' ڳايو ۽ پوءِ مختلف درگاهن تي صوفي ڪلام ڳائڻ لڳو. ريڊيو پاڪستان خيرپور تي کيس تڏهوڪي اسٽيشن ڊائريڪٽر سيد الهہ بخش شاهہ بخاريءَ متعارف ڪرايو. هن ريڊيو تي پهريون ڪلام غمدل فقير جو 'ڳليان پريم نگر ديان، حضرت عشق گهمايم' ڳايو. سهراب فقير پنهنجي دؤر جو سرموڙ صوفي راڳي ٿي گذريو آهي. هيءُ پنهنجي ساٿين سان سُنگ جي صورت ۾، يڪتاري ۽ ڪرتال تي صوفي شاعرن جو ڪلام پنهنجي مخصوص انداز ۾ ڳائيندو هو. سندس ڳائڻ ۾ ايترو تہ اثر هو جو محفل ۾ ويٺل ماڻهو وجد ۾ اچي ڦيريون پائيندا هئا. سهراب فقير باجي تي اڪيلو بہ ڳائيندو هو سر ۽ تار جو نهايت ئي ڪاريگر هو. هن ملڪ جي ڪُنڊ ڪڙڇ توڙي ملڪ کان ٻاهر لنڊن، ناروي، بيلجيم، جرمني، هالينڊ، فرانس، اٽلي، ڊيمارڪ، سوئيزرلينڊ، سعودي عرب، دبئي، ايران ۽ هندستان ۾ پنهنجي فن جو مظاهرو ڪري خوب داد حاصل ڪيو.

سهراب فقير جا وڏ کان وڏ ڪلام ريڊيو پاڪستان خيرپور تي رڪارڊ ٿيا، جڏهن تہ سنڌ جي سمورين ريڊيو اسٽيشنن ڪانسواءِ بهاولپور ريڊيو اسٽيشن تي پڻ سندس پنج ڪلام رڪارڊ ٿيا. سهراب فقير جا ڪيترائي صوفي ڪلام آل انڊيا ريڊيو جي سنڌي سروس تان پڻ نشر ٿيندا رهيا. کيس شاهہ لطيف، سچل سرمست ۽ قلندر شهباز جي سالياني عرس جي موقعي تي خاص دعوت ڏئي گهرايو ويندو هو. سندس مشهور ڪلامن ۾ 'ڳليان پريم ننگر ديان'، 'رخ رانجهن ماهہ منير هويا'، 'ميڏا روح منگدا محبوب آوي' بيحد مقبول ٿيا.

سندس فن جي مڃتا ۾ کيس صدارتي اوارڊ براءِ حسن ڪارڪردگي، شاهہ لطيف اوارڊ، سچل سرمست اوارڊ، لعل شهباز قلندر اوارڊ، ريڊيو

پاڪستان خيرپور اوارڊ سميت ٻيا ڪيترا ڏيهي توڙي پرڏيهي اوارڊ مليا. هڪ ڀيري ڪيس هڪ محفل ۾ هڪ لک 36 هزار نقد انعام پڻ مليو، اها محفل گهوٽڪيءَ جي سردار غلام محمد خان مهرجي ڳوٺ ۾ ٿي هئي. سندس شاگردن ۾ رجب علي، علي گل فقير، فقير قلندر بخش خاصخيلي، گلبهار جويو، جمال فقير، سيد باقرعلي شاهه قابل ذڪر آهن. پوئين دور ۾ ڪيس فالج ٿي پيو ۽ سندس ڳلو ڳائڻ کان ويهي ويو.

سهراب فقير 75 سالن جي ڄمار ۾، 23 آڪٽوبر 2009ع تي وفات ڪئي. سندس آخري آرامگاهه ڳوٺ وڏا ٿالپر، ضلعي خيرپور ۾ آهي. سندس هڪ پٽ رجب علي هن وقت فن جي دنيا سان لاڳاپيل آهي.

**سُهراب ڪائوسجي**: سهراب ڪائوسجي هرمسجي ڪڙڪ (Suhrab K. H. Karak)، ڪراچيءَ جو هڪ وڏو واپاري ۽ ڪراچي ميونسپالٽيءَ جو ميئر ٿي گذريو آهي. سندس والد سر ڪائوسجي هرمسجي به ڪراچيءَ جي شروع وارن واپارين مان هڪ هو. سهراب ڪائوسجيءَ کي ڪراچيءَ جي پارسي ڪميونٽيءَ ۾ عزت جي نگاهه سان ڏٺو ويندو هو. سماجي ڪمن ڪري انگريز سرڪار کيس خان بهادر جو لقب ڏنو هو. هن ڪڙڪ اينڊ ڪو جو بنياد 1891ع ۾ رکيو، جنهن جي آفيس اڄ به ڪاري در واري علائقي ۾ موجود آهي. سهراب ڪائوسجي 8 مئي 1942ع کان 11 مئي 1943ع تائين ڪراچي ميونسپل ڪارپوريشن جو چونڊيل ميئر به رهيو. سهراب ڪائوسجي تقرير جي فن کان چڱيءَ طرح واقف هو ۽ هو انتهائي خوش بيان خطيب طور ميونسپالٽي ۽ واپاري حلقن ۾ مشهور هو. هيءُ ڪيترن ادارن جو باني ميمبر، صدر ۽ سيڪريٽري رهيو هو، جن مان ڪجهه هن ريت آهن. هيءُ فرسٽ ڪلاس اعزازي مئجسٽريٽ، جسٽس آف پيس، ڪراچي پورٽ ٽرسٽ جو ٽرسٽي، ڪراچي ڪئنٽونمنٽ بورڊ جو بنيادي ميمبر ۽ سينٽ جان ايمبولنس برگيڊ جو ڪيترائي سال سپرنٽنڊنٽ پڻ رهيو. هي پارسي جيمخانا، ڪراچي ڪلب، جهانگير فيروز شاهه هيلٿ ڪلچر انسٽيٽيوٽ، سنڌ هسٽاريڪل ايسوسيئيشن جو صدر ۽ صوبائي ڪمشنر پڻ رهيو آهي. ان کان علاوه پارٽ بئنڪ لميٽڊ ڪراچي برانچ جو ڊائريڪٽر، سنڌ نيچرل هسٽري سوسائٽيءَ جو نائب صدر، ڪراچي پارسي ڪوآپريٽو هائوسنگ سوسائٽيءَ جو سيڪريٽري ۽ ڪوئيٽا پارسي رليف جو خزانچي به رهيو. هيءُ پهريون هندستاني هو، جيڪو ڪائونسل آف مئنيجمنٽ آف ايڪس سروس ايسوسيئيشن جو ميمبر چونڊيو ويو. سنڌ صوبائي ڪوآپريٽو بئنڪ، سول اسپتال نرسنگ ايسوسيئيشن، ڪراچي هيلٿ ايسوسيئيشن ۽ ٻين ادارن جو ميمبر ۽ گهڻن ادارن جو بانيڪار پڻ رهيو آهي. هي انهن ادارن جي سار سنڀال ڪرڻ ڪانسواءِ انهن جي مالي مدد به ڪندو هو. سهراب ڪائوسجي ڪراچيءَ ۾ اسٽيج ڊرامن کي هٿي ڏيڻ لاءِ به ڪوششون ورتيون، جنهن لاءِ هن رائل ٿيئٽر ڪمپني بمبئيءَ سان ڪراچيءَ ۾ اسٽيج ڊراما ڪرڻ لاءِ ناهه ڪيو. جنهن سان گهڻن نوجوانن کي موقعو مليو. سهراب ڪائوسجي ڪڙڪ، ڊرامن جي شروعات 1910ع ۾ ڪئي هئي. هن جي ڏاڏي جي نالي سان هڪ هال 'هرسجي ڪڙڪ هال' صدر ۾ رينبو سينٽر جي پويان موجود آهي. سهراب ڪائوسجيءَ ان هال کي ٿيئٽر ۾ بدلايو، جنهن ۾ ثقافتي، تعليمي، سماجي پروگرامن کانسواءِ ڊراما به اسٽيج ڪيا ويندا هئا. پنهنجي دؤر جو اهو سهڻو ۽ هر سهولت کان آراسته هال هو. 1956ع ۾ خواجه معين الدين جو مشهور ڊرامو 'مرزا غالب بندر روڊ پر' پهريون ڀيرو هتي اسٽيج ڪيو ويو هو. 1980ع تائين هي هال ڪراچيءَ جي هر ثقافتي، تعليمي ۽ سماجي پروگرام جو مرڪز رهيو. هن هال ۾ سنڌي ثقافتي پروگرامن ۾ خاص ڪري لطيف جا ڏهاڙا پڻ ملهايا ويندا هئا. سهراب ڪائوسجي ليکڪ به هو. هن ڪيترا مضمون ۽ ڪتاب، گجراتي، انگريزي ۽ ٻين ٻولين ۾ لکيا آهن. هن جو سفرنامو Through Amanullah's Afghanistan مشهور آهي. ان کانسواءِ هن جي ٻين لکيل ڪتابن ۾:

1. Karachi That Was The Capital Sindh
2. Who Are The Parsees?
3. Karachi During The British Raj

مشهور آهن، جن جا ڪيترا ايڊيشن ڇپجي چڪا آهن. ان کان سواءِ هن لاءِ اهو مشهور آهي ته هيءُ وائسراءِ هند پاران شملا ۾ ڪرسمس جي موقعي تي منعقد ٿيندڙ سالياني پروگرام ۾ سنڌ مان ڪُميون به اُماٽيندو هو، جن جو وائسراءِ جي دعوت ۾ سُوپ ناهي مهمانن ۾ پيش ڪيو ويندو هو. سهراب ڪائوسجيءَ جو ڪراچيءَ جي پارسي خاندان سان تعلق هو.

**سهراب مگسي**: مهاتما گانڌيءَ جي جيل جو ساٿي محمد سهراب ولد ڏٽي بخش مگسي ويٺل ڳوٺ پريو خان مگسي تعلقي ۽ ضلعي دادوءَ ۾ سن 1893ع ۾ پيدا ٿيو. جتان 1931ع ڌاري لڏي ڳوٺ گل محمد مگسي، تعلقي دادوءَ ۾ اچي ويٺو. پاڻ ناظره قرآن ڪريم، عربي ۽ فارسي مولانا محمد ابراهيم ڪلهوڙي وٽ پڙهيو ۽ گڏوگڏ پرائمري تعليم حاصل ڪيائين. پاڻ پرائمري تعليم سان گڏ ڪجهه فارسي پڻ پڙهيو. سندس تعليم ۽ رهائش جو خرچ سيٺ عبدالله هارون برداشت ڪندو هو. انگريزي پڙهڻ لاءِ سنڌ مدرسة الاسلام ۾ داخلا ورتائين. فارسي جي تعليم مولانا محمد صادق کڏي واري وٽ مڪمل ڪيائين. خلافت تحريڪ ۾ سرگرم رهيو. جڏهن افغانستان ڏانهن هجرت شروع ٿي، ان ۾ سهراب مگسي شامل رهيو. هجرت دوران سکر ريلوي اسٽيشن تي کيس گرفتار ڪري، ڪراچيءَ آندو ويو، جتي مٿس ڪيس هلايو ويو. سزا ٻڌائي سابرمتي جيل (انڊيا) موڪليو ويو جتي ساڳئي جيل ۾ مهاتما گانڌي، مولانا شوڪت علي ۽ مولانا محمد علي به ساڻس گڏ هئا. سندس انهن سان ڪچهريون ٿينديون رهنديون هيون. سزا پوري جڏهن واپس وطن وريو ته نوڪري ڪيائين. سڀ کان پهرين هو لاڙڪاڻي ۾ استاد مقرر ٿيو. جتي هن ڪيترائي هم خيال شاگرد پيدا ڪيا، جن ۾ دادوءَ جو مشهور وڪيل صدر الدين جوڻيجو وڪيل به شامل هو. دادو ضلعي جي قيام ۾ ڀرپور ڪوشش ڪئي. جڏهن دادو

ضلعي ڪراچيءَ کان ڌار ٿي ضلعي جي صورت اختيار ڪئي ته سھراب مگسي اُستادي پيشي کي خيرباد چئي اچي دادو لوڪلبورڊ ۾ اڪائُنٽنٽ مقرر ٿيو. جتان ترقي ڪري دادو ڊسٽرڪٽ بورڊ جو چيف آفيسر مقرر ٿيو. انگريزن جي زماني ۾ خانبھادر کھڙو سنڌ جو چيف منسٽر مقرر ٿيو. تڏھن محمد سھراب مگسيءَ کي ھن لاڙڪاڻي ۾ چيف آفيسر مقرر ڪيو. چيف آفيسريءَ دوران ھن دادو توڙي لاڙڪاڻي ۾ عوام جي ڀلائيءَ جا ڪيترائي ڪم سرانجام ڏنا. جھڙوڪ: اسپتالون، ويم گھر، نلڪا ھڻائڻ، کوھ کوٽائڻ، رستا ٺھرائڻ، وٽڪاري ڪم، اسڪالرشپون ڏيڻ، نوڪريون ڏيڻ، ميلا ملاکڙا لڳرائڻ، رانديون ڪرائڻ وغيره.

سھراب مگسي جڏھن لاڙڪاڻي ۾ چيف آفيسر ھو ته اتي ڪالرا جي بيماري پکڙجي ھئي، جنھن کي سنڌيءَ ۾ ’ساٺو‘ به سڏيندا آھن. ان بيماريءَ سڄي سنڌ کي پنھنجي لپيٽ ۾ آندو. جنھن ۾ ڪيترا ماڻھو روزانو مرندا ھئا. ھندو توڙي مسلمان پنھنجا گھر ڇڏي لڏپلاڻ ڪرڻ لڳا ھئا. ان دوران محمد سھراب مگسيءَ مسيحا بڻجي ماڻھن جي خدمت ڪئي، ماڻھو گھر ۾ بيمار ماڻھن کي ڇڏي صحتمند ماڻھو جڏھن ھليا ويندا ھئا ته ھو انھن کي سھارو ڏيندو ھو. تيمارداري ڪندو ھو ان جي علاج لاءِ پاڻ پتوڙيندو ھو ۽ جيڪڏھن ڪو مري ويندو ھو ته ان جي دفن يا ڪفن جو بندوبست ڪندو ھو. محمد سھراب مگسيءَ جي دوستيءَ جي حلقي ۾ خانبھادر محمد ايوب کھڙي، قاضي فضل الله، جي. ايم سيد، عبدالمجيد جتوئي، سيد ڪوڙل شاھ، سيد جيوڻ شاھ، وڏيرو الھه بچايو ميمڻ ۽ ٻيا ڪيترا شامل ھئا. جڏھن ته سنڌس خلافت تحريڪ جي ساٿين ۾ دوارڪا پرشاد، مولانا مولاداد، جان محمد جوڻيجو، سيٺ عبدالله ھارون، جمشيد نسروانجي ميھتا، محمد ھاشم گذدر، مولانا تاج محمود امروٽي صاحب، الله بخش سومرو (شھيد)، محمد رمضان درزي ۽ ٻيا ڪيترا تحريڪ جا سرگرم ڪارڪن شامل ھئا.

محمد ايوب کھڙو سھراب مگسيءَ جو گھڻو خيال رکندو ھو. جڏھن سھراب مگسي ’ٽي. بي‘ جھڙي موذي مرض ۾ مبتلا ٿي ويو ته ڪيس لاڙڪاڻي مان بدلي ڪري مسٽر تاراچند جي جاءِ تي دادوءَ ۾ رکيو جتي کھڙي صاحب جي چوڻ تي ڪيس بيماريءَ جي دوران گھر ويٺي پگھار ملندي رھي. محمد سھراب مگسيءَ پنھنجي عزيزن مان شادي ڪئي، جنھن مان ڪيس ٽي نياڻيون ۽ ھڪ پٽ پيدا ٿيو محمد سھراب مگسيءَ 1943ع ۾ وفات ڪئي.

**سھرابي محل** (ماڳ): ھيءَ عاليشان محل، خيرپور ميرس ۾ ھو، جيڪو پوءِ سئنيما ۾ تبديل ڪيو ويو. خيرپور ۾ مير سھراب خان ۽ سندس اولاد جي رھڻ لاءِ ھڪ عاليشان محل ھو جنھن ۾ ميرن جي ڏيڍين ڪانسواءِ ھڪ ڪچھريءَ جو وڏو ھال به ھوندو ھو جتي عوام گڏ ٿيندو ھو. اھو محل خيرپور شھر جي وچ ۾ ھو جتي سترھن شھزادا رھندا ھئا. ھن ٺئي محل تان مير سھراب خان 1830ع ۾ ڪري پيو ۽ دم ڏنو ھئائين. اڄڪلھه ان جڳھه تي ٽالپر ٽاڪيز آھي. مير سھراب خان کان پوءِ مير رستم خان کي تعميراتي ڪم ڪرڻ لاءِ گھڻو موقعو نه مليو. سارو وقت محلاتي سازشن ۾ ڦاٿل رھيو. ان ھوندي به سچل سرمست جو روضو ۽ رستم منزل سندس بھترين يادگار آھن.

**سھرو**: سھرو سنڌ جو لوڪ ثقافتي ڳيچ/ ڳاچ آھي، جيڪو شادين جي موقعي تي ڳايو ويندو آھي. سھرو سٽاءَ ۾ سادو ھوندو آھي. ان جي مصرعن ۾ زيورن ۽ عضون جو بيان نه ٿيندو آھي، پر مٽن مائٽن، پيءُ، چاچن، مامن، ڀائرن، سوٽن ۽ ماساتن جا نالا وٺي انھن جي گھوٽ سان قرب ۽ خوشيءَ کي بيان ڪيو ويندو آھي. ان کان سواءِ گھوٽ جي سواريءَ لاءِ موٽر، اٺ، گھوڙي، گھوٽ جي ڪپڙن، واڄ ۽ سندن خوبصورتيءَ کي بيان ڪيو/ ڳايو ويندو آھي. ان موقعي تي آيل ڄاڃين ۽ مھمانن جي مرحبا، شان ۽ وڏائي بيان ڪرڻ لاءِ به سھرو چيو ويندو آھي. سھرو گھوٽ جي خاندان جون عورتون توڙي آيل مھمان عورتون گڏجي ڳائينديون آھن. سھري جي معنيٰ تازو توانو آباد ۽ سدابھار آھي. موڙ کي به ’سھرو‘ چيو ويندو آھي. ان ڪري سھرو موڙ ٻڌڻ ڪانپوءِ ڳايو ويندو آھي.

ھندستاني ڪلچر ۾ شاديءَ جي موقعي تي گھوٽ کي ڪنھن شاعر طرفان لکيل سھرو پيش ڪرڻ جو رواج رھيو آھي، جيڪو اردو شاعريءَ جي ھڪ صنف طور لکيو ويندو آھي. پاڪستان ۾ پڻ اھڙا اردو سھرا ڪيترائي ڇپيا ويندا آھن.

**سھروردي** (ذات): سھروردي تصوف جو سلسلو آھي، اڄڪلھه ذات به ليکجي ٿي، جن جي نسبت ايران جي صوبي جبال جي ڳوٺ ’سھرورد‘ سان آھي. ھن ڳوٺ جا ڪجھه سيد عالم تبليغ خاطر ھندستان ۽ پوءِ سنڌ آيا ۽ ھتي مستقل طور آباد ٿيا. ان ڪري اباڻي ڳوٺ جي نسبت سان ’سھروردي‘ يا ’سھروردي سيد‘ سڏجڻ لڳا. شھاب الدين ابو خفص عمر ابن عبدالله شھاب الدين يحيٰ بن حبش سھرورد، ملتان ۾ اسلام جي تعليم عام ڪئي، جتي سندس آخري آرامگاھ موجود آھي.

**سھروردي سلسلو**: تصوف جي دنيا جا چار اھم سلسلا: سھروردي، چشتي، قادري ۽ نقشبندي خاص اھميت رکن ٿا. صوفين جا ڪي ٻيا سلسلا به معروف آھن. جن ۾ باطني، ملامتي ۽ قلندري سلسلا اچي وڃن ٿا. ان ڪانسواءِ مٿي ذڪر ڪيل چئن طريقن ۾ وڌيڪ تقسيم ٿي ڪجھه نوان سلسلا به پيدا ٿيا. ان ھوندي به مکيه اھميت ذڪر ڪيل چئن سلسلن کي حاصل پئي رھي آھي.

سھروردي سلسلي جو بنياد شيخ ابوالنجيب عبدالقاھر رکيو. جنھن سھرورد، ايران ۾ 1077ع ۾ جنم ورتو ۽ ان نسبت سان سھروردي سڏجڻ ۾ آيو نامور صوفي امام محمد غزاليءَ جي ڀاءُ شيخ محمد ۽ سيد عبدالقادر جيلانيءَ کان روحاني فيض حاصل ڪيائين. ديني ۽ روحاني تعليم جي تڪميل کان پوءِ بغداد جي مشھور درسگاھ ’نظاميه‘ ۾ مکيه منصب تي رھيو. سن 1161ع ۾ بيت المقدس جي زيارت لاءِ

روانو ٿيو. پر ڪيس ڪاميابي حاصل نہ ٿي. ان ڪري موٽي دمشق آيو ۽ درس تدريس ۾ مشغول رهيو. سندس هدايت ۽ وعظ عام ماڻهن تي تمام گهرو اثر ڇڏيو. اعليٰ درجي جو مصنف هو ۽ گهڻ ڪتاب لکيائين، جن مان ہ محفوظ رهيا.

شيخ ابوالنجيب عبدالقاهر 1168ع ۾ بغداد ۾ وفات ڪئي. سهروردي سلسلو جيتوڻيڪ اڳتي هلي وڌيڪ ٽن سلسلن: ڪبرويہ، شطاريہ ۽ فردوسيہ ۾ تقسيم ٿيو. ليڪن هن خاص سهروردي طريقي کي، شيخ جي پائٽيي شيخ شهاب الدين عمر سهرورديءَ سنڀاليو ۽ پنهنجن خليفن ذريعي ان کي اسلامي دنيا ۾ پري پري تائين پهچايو. شيخ ابونجيب جو نسبي سلسلو حضرت ابوبڪر صديق رضہ سان ملي ٿو. شيخ ابونجيب جي تعليمات جو خلاصو ڪجهہ هن طرح آهي: اخلاق، انتباہ، فقر، صدق، صبر، رضا، اخلاص، توڪل علي الله، احوال، قرب، محبت، خوف، حياء، يقين، مشاهدو وغيره.

تصوف جي هن سلسلي جي وسعت لاءِ ان جي بانيءَ پنهنجن خليفن کي تيار ڪيو. جن اسلامي دنيا جي ڪنڊ ڪڙڇ ۾ وڃي 'سهروردي سلسلي' جو پرچار ڪيو. شيخ ابونجيب جي خليفي شيخ نجم الدين ڪبريٰ، 'ڪبرويہ سلسلو' جاري ڪيو. عبدالله شطار خراساني، اٺين صدي هجري/ چوڏهين صدي عيسويءَ ۾ خراسان مان هندستان آيو ۽ هتي اچي 'شطاريہ (سهروردي) سلسلي' کي رائج ڪيائين. شيخ شرف الدين احمد منيري بہ ننڍي کنڊ ۾ آيو ۽ هتي فردوسيہ (سهروردي) سلسلو جاري ڪيائين.

هن سلسلي کي پکيڙڻ ۾ شيخ ابونجيب کانسواءِ سندس پائٽيي شيخ شهاب الدين عمر ۽ سندس خليفن جو اهم ڪردار آهي. انهن خليفن برصغير ۾ سهروردي سلسلي جي واڌ ويجهہ ۾ نمايان ڪردار ادا ڪيو. شيخ جا چوڏهن مکيہ خليفا ٿي گذريا آهن، جن مان ڪجهہ جا نالا هن ريت آهن: (1) شيخ خواجہ عثمان هاروني، (2) شيخ ضياء الدين رومي، (3) جلال الدين تبريزي، (4) قاضي حميد الدين ناگوري، (5) مخدوم نوح بکري، (6) شيخ بهاءُالدين زڪريا ملتاني ۽ (7) شيخ سعدي. 1258ع ۾ بغداد جي تباهيءَ کانپوءِ شيخ شهاب الدين عُمر جا گهڻ پوئلڳ ۽ خليفا هند ۽ سنڌ ۾ پهتا، جن سهروردي سلسلي جي ترقيءَ لاءِ وڏي جاکوڙ ڪئي. لڏپلاڻ ڪندڙن ۾ شيخ شهاب الدين جو پاٽيجو فخرالدين عراقي بہ هو جيڪو ملتان آيو ۽ شيخ بهاءُالدين زڪريا جو خليفو ٿيو. فخرالدين عراقيءَ جي شادي بہ بهاءُالدين زڪريا جي نياڻيءَ سان ٿي. شيخ شهاب الدين جي اولاد پڻ بغداد جي خون خرابيءَ (1258ع) کانپوءِ سنڌو ماٿريءَ ڏانهن لڏپلاڻ ڪئي ۽ ڪوٽ ڪروڙ (ملتان) ۾ اچي مقيم ٿيو.

بغداد جي تباهيءَ کانپوءِ خاص طرح سان سهروردي بزرگن جي برصغير طرف لڏپلاڻ جي ڪري، هن سلسلي کي سنڌ ۽ هندستان ۾ پکڙجڻ جو خاص موقعو مليو. سنڌ ۾ تصوف جي هن طريقي کي ابتدائي طور شيخ نوح بکريءَ مروج ڪيو. هي بزرگ شيخ زڪريا ملتانيءَ کان اڳ، ميان شهاب الدين عمر سهرورديءَ کان فيض وٺڻ بغداد ويو هو جتي سندس نياز، نوڙت ۽ روحاني مرتبي کان گهڻو متاثر ٿيو هو. جڏهن بهاءُالدين زڪريا، شيخ عمر کان خلافت وٺي وطن موٽيو تڏهن کيس هدايت ڪئي وئي تہ ملتان وڃڻ کان اڳ بکر ۾ شيخ نوح بکريءَ سان ضرور ملي. شيخ زڪريا بکر آيو تہ ان وقت تائين شيخ نوح بکري فوت ٿي چڪو هو. هن بزرگ سنڌ ۾ سهروردي سلسلي جا بنياد رکيا. ان کانپوءِ شيخ بهاءُالدين زڪريا ملتانيءَ، سنڌ ۽ ملتان ۾ هن سلسلي کي وڌيڪ وسعت ڏني ۽ ان جو پرچار ڪيو. سنڌ ۾ سهروردي سلسلي جو بيو شروع وارو ڪردار سيد محمد مکي ٿي گذريو آهي. پاڻ شيخ شهاب الدين جو ڏوهٽو هو. هن جي مزار بہ شيخ نوح وانگر بکر ۾ آهي. هي سيد هند ۽ سنڌ جي رضوي ساداتن جو جد امجد آهي. شيخ شهاب الدين عمر بغداد ۾ سن 1234ع ۾ فوت ٿيو. سندس مزار بغداد جي 'شيخ عمر' محلي ۾ آهي. آخري عباسي خليفي مستعصم باالله کي بہ سندس پيرانديءَ کان دفنايو ويو هو.

سيد محمد مکي 1248ع ۾ فوت ٿيو. ميرعلي شير قانع ٺٽويءَ جي لکت موجب (حوالو: تحفة الڪرام) سندس خاص مزار بکر جي بادشاهي قلعي ۾ آهي. ڊاڪٽر ميمڻ عبدالمجيد سنڌيءَ جي اها روايت (پاڪستان کي صوفيانا تحريڪين، ص: 356، اردو) درست نہ آهي تہ سيد محمد مکيءَ جي مزار سکر شهر ۾ آهي. سيد صاحب جي وڏي پٽ سيد بدرالدين پنهنجي نياڻي سيد جلال سرخ بخاريءَ جي نڪاح ۾ ڏني. سندس اها زال فوت ٿي تہ وري بيءَ شادي بہ بدرالدين شاهہ جي بي نياڻيءَ سان ڪيائين. سيد جلال اچ شريف کي آباد ڪيو. سيد محمد جي اولاد اڳتي هلي سڄيءَ سنڌ ۾ سهروردي ۽ ٻين صوفي سلسلن جو پرچار ڪيو. سيد محمد جو اولاد گهڻو وڌيو. روهڙي، سکر ۽ نصرپور جا رضوي سادات سندس اولاد مان آهن.

شيخ شهاب الدين عمر جو پٽ شيخ احمد عمادالدين (شيخ حمادي) بہ غالباً سنڌو ماٿريءَ ۾ آيو ۽ هتي سهروردي سلسلي جي پرچار ڪيائين. سندس ستين پيڙهيءَ مان شيخ شهاب الدين ثاني ٿي گذريو آهي، جنهن جي وفات سن 1488ع ۾ ٿي. هن بزرگ سنڌ جي قديم شهر پاٽ کي اچي وسايو ۽ اُهو سنڌ ۾ صديقي خاندان جو باني آهي. پاٽ، سيوهڻ ۽ برهانپور جا صديقي سندس اولاد آهن. سنڌ جي صديقي خاندان، سهروردي سلسلي جي پرچار لاءِ نمايان ڪردار ادا ڪيو آهي. شيخ شهاب الدين جي مشهور ڪتاب 'عوارف المعارف' جو سنڌي ترجمو پڻ پاٽ جي رهاڪو ميان عبدالجبار صديقيءَ ڪيو آهي، جيڪو 1998ع ۾ حيدرآباد مان ڇپيو. سهروردي سلسلي جي حوالي سان هن ڪتاب کي بنيادي اهميت حاصل آهي.

مخدوم نوح صديقي هالائي، سنڌ ۾ سهروردي سلسلي جو هڪ مکيہ اولياءُ ٿي گذريو آهي. سندس وفات 1590ع ۾ ٿي. هُوجام نظام الدين جي دور ۾ جائو. بلند درجي جو سهروردي بزرگ ٿي گذريو آهي. سندس

سهروردي سلسلو

همعصر سنڌي عالم مخدوم محمد جعفر بوبڪائي، مخدوم نوح جو پڳ مٽ يار هو. مخدوم نوح ڪانپوءِ سندس اولاد ۽ خليفن سهروردي سلسلي جي وڏي خدمت ڪئي.

موجوده پاڪستان جي سرحدن ۾ غوث بهاءُالدين (بهاءُالحق زڪريا ملتاني قريشي)، سهروردي سلسلي جي پرچار جو وڏو ذريعو ٿي گذريو آهي. سندس ولادت ۽ وفات جي تاريخن ۾ اختلاف آهن. البت گهڻن عالمن موجب هي بزرگ 1170ع ۾ ڄائو ۽ سن 1267ع ۾ وفات ڪيائين. غوث صاحب سنڌ ۽ ملتان ۾ اسلام جي اشاعت ۾ سرگرم ڪردار ادا ڪيو. سندس خليفن ۽ خاص مريدن، تصوف جي هن طريقي لاءِ سنڌ ۾ تمام گهڻو ڪم ڪيو. غوث بهاءُالدين، فريدالدين گنج شڪر، قلندر شهباز ۽ سيد جلال سرخ بخاريءَ ڪجهه موقعن تي سنڌ ۾ گڏجي سيرسفر به ڪيو ۽ دين اسلام جي تبليغ به ڪئي. سنڌ ۾ غوث صاحب جا ڪي خاص خليفا يا مريد هن ريت ٿي گذريا آهن: (1) **حاجي اسحاق سنڌي**، مخدوم صاحب جي خليفي شيخ موسيٰ آهنگر لاهوريءَ (وفات: 1555ع) جو مريد هو. (2) **پير عمر سهروردي** اصل سنڌي هو. پوءِ ملتان ويو. جتي پير بهاءُالدين جو مريد ٿيو ۽ هميشه لاءِ ملتان ۾ رهيو ۽ فوت به اتي ٿيو. (3) **شيخ اسماعيل قريشي عمرپوري**، قريشي صديقي ڳوٺ حجره (سنڌ) سان تعلق رکندڙ، غوث بهاءُالدين جو مريد ٿيو. ڪيترا سال ملتان ۾ رهيو. هن جو مقبرو 'عمرپور' ۾ آهي. (4) **پير پٺو** اصل سنڌي، مڪلي ٽڪريءَ جي ڏاکڻين حصي تي رهندو هو ۽ غارن ۾ عبادت ڪندو هو. هڪ ڀيري غوث بهاءُالدين ۽ قلندر لعل شهباز هن سان رهاڻ ڪرڻ لاءِ ٺٽي (مڪلي) آيا هئا. سندس ڪجھ خليفا ۽ مريد هئا. شاهه جميعل گرناري سندس خاص پوئلڳ هو. پير پٺو 1248ع ۾ فوت ٿيو. مڪليءَ ۾ سندس مزار اتي آهي، جتي پاڻ رياضتون ۽ عبادتون ڪيائين. شاهه جميل جي مزار به اتي ئي آهي. (5) **پير پٿورو** اصل ميگهواڙ هو. پوءِ غوث بهاءُالدين جي هٿ تي مسلمان ٿيو. ڪلهوڙا دور ۾ خواجه محمد زمان لواريءَ جي حڪم تي، مخدوم عبدالرحيم گرهوڙي، پير پٿوري جي مزار تي ويو، جتي مقبرو ۽ مسجد ٺهرايائين. (6) **مخدوم جمار**، غوث بهاءُالدين جو مريد هو. سندس مقبرو راڻيپور جي ڏکڻ ۾ هڪ ميل جي مفاصلي تي، قومي شاهراهه لڳ موجود آهي. مقبري جي ڀرسان گڏيجي شهر آهي (حوالو: پاڪستان ۾ صوفياڻه تحريڪون: ميمڻ عبدالمجيد سنڌي). (7) **سچل سرمست** سنڌ جو مشهور صوفي شاعر ٿي گذريو آهي. سچل سرمست جو تعارف مخدوم ابوسعيد جي خاندان سان هو.

شيخ بهاءُ الدين جي پٽ صدرالدين 'عارف' (وفات: 1309ع) ۽ پوٽي رڪن عالم (وفات: 1334ع)، پڻ پنهنجي دور ۾ سنڌ ۾ ڪيترائي ڀيرا آيو ۽ سهروردي سلسلي کي وڌائڻ ۾ ڀرپور ڪردار ادا ڪيو. سندن خاندان ۾ جڏهن وسعت آئي، تڏهن گهراڻي جي مختلف فردن ملتان کي ڇڏي سنڌ جي جدا جدا علائقن ۾ پهچڻ شروع ڪيو. ان ڪري سنڌ جي ڪند ڪڙڇ ۾ بهاءُ الدين جي اولاد جون قبرون ۽ قبا ملن ٿا. اهڙن ديندار ماڻهن، سنڌ ۾ سهروردي سلسلي جي واڌ ويجهه لاءِ ڪم ڪيو. ترخان دور ۾ هن خاندان جو شيخ عالي، سير سفر لاءِ ٺٽي آيو ۽ هتي اچي شادي ڪيائين ۽ هميشه لاءِ ٺٽي جو ٿي ويو. هن 1589ع ۾ وفات ڪئي. سندس مزار مڪليءَ تي آهي. شيخ ڪالو قريشي، غوث بهاءُ الدين جي اولاد مان هو. ترخان دور ۾ ٺٽي آيو. مشهور ترخاني امير مرزا خسرو چرڪس جي نياڻيءَ سان شادي ڪيائين. شيخ جِيو به ملتاني پيرن جي اولاد مان هو. ٺٽي پهچي مڪلي وسايائين. هن جو مقبرو به مڪليءَ جي تاريخي قبرستان ۾ موجود آهي. سيد حسام الدين راشديءَ، 'مڪلي نامه' جي حاشين ۾، شيخ ڪالو، شيخ عالي ۽ شيخ جيو (جيئو) متعلق مناسب مواد ڇڏيو آهي.

سنڌ ۾ سهروردي سلسلي جو هڪ وڏيڪ سگهارو ڪردار، مخدوم بلاول سمون پڻ نامور سهروردي صوفي ٿي گذريو آهي. هن سمن جي دور ۾ ٽلٽيءَ ۽ باغبان ۾ مدرسا جاري ڪيا ۽ درس ۽ تدريس ۾ مشغول رهيو. جمالي دهلوي، حج تي ويندي سنڌ مان گذريو هو. جمالي ۽ مخدوم بلاول جي پاڻ ۾ روح رهاڻ ٿي هئي. ان وقت مخدوم بلاول مشهور سهروردي ڪتاب 'عوارف المعارف' جو ابياس ڪري رهيو هو. 1520ع ۾ ارغونن سنڌ فتح ڪئي ۽ ڄام نظام الدين جو سپهه سالار دولهه دريا خان شهيد ٿي ويو. ان ڪانپوءِ مخدوم بلاول، وطن جي بچاءَ لاءِ ڌارين سان معرڪا ڪيا. ڪيس 1522ع يا 1524ع ۾ شاهه بيگ ارغون گهاڻي ۾ پيڙائي شهيد ڪرائي ڇڏيو. مشهور سياستدان ۽ اديب جي. ايم. سيد، مختلف ڪتابن ۽ زباني روايتن جي مدد سان، پنهنجي ڪتاب 'سنڌ جا سورما' ۾ مخدوم بلاول جي سوانح جو خاڪو پيش ڪيو آهي. ان سان گڏ مخدوم صاحب جي خليفن جو ذڪر به ڪيو آهي، جيڪي سنڌ جي جدا جدا ماڳن تي، ارغونن ۽ ترخانن سان جنگ ۽ جدل ۾ مصروف رهيا.

سهروردي سلسلي بابت تمام گهڻو مواد موجود آهي. ان عنوان تي ڪجھ ڪتاب لکيا ويا آهن. سنڌ ۾ سهروردي طريقي جي تاريخ ۽ ڪردار بابت مختصر طور مکيه مکيه ڳالهين کي هيٺ پيش ڪجي ٿو:

تصوف ۽ ان جا مکيه سلسلا، اصل ۾ مُلن جي سخت گير پاليسين جي اصلاح لاءِ وجود ۾ آيا. نه جيئن وڌ ۾ وڌ ماڻهن کي دين اسلام جي دائري ۾ آڻي سگهجي. ان ڏس ۾ خاص طور هندستان جي حوالي سان صوفين جو وڏو ڪردار آهي. چشتي ۽ سهروردي صوفين کي دهلي سلطنت جي خاص مدد حاصل رهي. ملتان ۽ اچ جي صوفين کي اهم رتبو حاصل هو. جو بعض موقعن تي انهن سياسي معاملن ۾ به رياست جي مدد ڪئي. اچ ۽ ملتان جي سهروردين جا مقبرا، دهلي سلطنت جي توجهه سان تعمير ٿيا. انهن مان ڪي اچ به شان ۽ شوڪت سان موجود آهن. ان کان سواءِ سهروردي صوفين 'سماع' جي محفلن جي نه رڳو اجازت ڏني، پر اهڙين مجلسن ۾ پاڻ به شريڪ ٿيندا هئا. ان ريت

ثقافتي سرگرمين جي واڌويجهه ۾ مدد ملي. پير حسام الدين راشدي 'مڪلي نامه' ۾ ڪلهوڙا دور ۾ ٺٽي ۽ مڪليءَ تي سماع جي محفلن جو خاص ذڪر ڪيو آهي.

ڊاڪٽر انصار زاهد خان (هسٽري اينڊ ڪلچر آف سنڌ)، سنڌ ۾ سهروردي بزرگن جي سرگرمين ۽ اثر بابت بهتر طريقي سان لکيو آهي. سهروردي سلسلي برصغير ۾ وڏيون تبديليون آنديون. اهڙيءَ طرح سنڌ ۾ سهروردي سلسلي جا ڪيئي مثبت پاسا سامهون اچن ٿا.

جيئن تہ ابتدائي سهروردي صوفي، دهليءَ جي بادشاهن کي گهٽ ويجهو هئا، ان ڪري انهن جي وفات کانپوءِ، سندن مزارن تي عاليشان مقبرا تعمير ٿيا. بهاءُالدين زڪريا ۽ سندس پوٽي رڪن عالم جي مزارن تي تعمير ٿيل مقبرا فن تعمير جي لحاظ کان وڏي اهميت رکن ٿا، ان کان سواءِ اچ جي اوليائن جا مقبرا بہ دهلي سلطنت جي سعيي سان اڏيا ويا هئا.

**سهرياڻي** (ديهه): تعلقي ۽ ضلعي گهوٽڪيءَ جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

الهه ورايو، فضل محمد، ڊرگهہ، بلاول تلائي، حبيب الله پٽو عرف عبدالله ۽ طالب جت.

**سهرياڻي** (ذات): بلوچن جو هڪ پاڙو، جيڪي ڪنڌڪوٽ پاسي رهن ٿا. مشهور اديب ۽ محقق ڊاڪٽر نواز علي شوق بہ سهرياڻي بلوچ آهي.

**سهرياڻيپور** (ديهه): تعلقي ڪنڌڪوٽ، جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ آباد آهن:

احمد پنگورا، صابر آباد ۽ حفيظ الله ڪوسو.

**سهڪجي** (ديهه): هي تعلقي ڳڙهي ياسين، ضلعي شڪارپور جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

سهيڪ جي، ريحان خان جمالي، رڪ اسٽيشن، ملٽر فارم، پير بڌو.

**سهگل، ڪندن لال:** هندستاني گلوڪار ۽ اداڪار. ڪندن لال سهگل کي بالي ووڊ جو پهريون سپر اسٽار چيو وڃي ٿو. هو 1904ع ۾ ڄمون ۾ پيدا ٿيو. جتي سندس والد امرچند راڄا جي دربار ۾ ملازم هو. سندس والده ڪيسر بائي مذهبي عورت ۽ موسيقيءَ سان چاهہ رکندڙ هئي. اها ننڍپڻ ۾ ئي سهگل کي مذهبي پروگرامن ۾ وٺي ويندي هئي، جتي ڀڄن، شبد ۽ ڪيرتن روايتي انداز ۾ ڪلاسيڪي موسيقيءَ ۾ ڳايا ويندا هئا، جن جو مٿس گهرو اثر پيو. هن ڪجهہ عرصو تعليم حاصل ڪئي، پر پوءِ ڇڏي ڏنائين. ننڍپڻ ۾ هي رام ليلا ۾ سيتا جو ڪردار ادا ڪندو هو.



پڙهائي ڇڏڻ کانپوءِ هن ريلوي ۾ ٽائيم ڪيپر جي نوڪري ڪرڻ شروع ڪئي. بعد ۾ ريمگٽن ٽائيپ رائيٽر ڪمپنيءَ ۾ سيلز مئن طور بہ ڪم ڪيائين، ان ذريعي ڪيس هندستان جي مختلف علائقن ڏانهن وڃڻ جو موقعو مليو.

لاهور جي انارڪلي بازار ۾ هن جي دوستي مهرچند جين سان ٿي. ٻئي اڪثر مشاعري جون محفلون ڪندا هئا. ڪندن لال جو موسيقيءَ ڏانهن جذباتي حد تائين لاڙو هو ۽ مهرچند ڪيس اتساهيندو هو. 1930ع جي ڏهاڪي ۾ بي. اين سرڪار (ڪلڪتي جي فلم اسٽوڊيو نيو ٿيئٽرز جي مالڪ) هن کي نوڪريءَ تي رکيو، جتي هن جي ملاقات پنڪج ملڪ، ڪي. سي. ڊي ۽ پهاڙي سنيال سان ٿي. جلد ئي هي شهرت ۾ سيني کان گوءِ کڻي ويو.

سهگل سڀ کان پهريان اردو فلم 'محبت ڪي آنسو' ۾ اداڪاري ڪئي. ان کانپوءِ 'صبح ڪا ستاره' ۽ 'زنده لاش' 1932ع ۾ رليز ٿيون، جن کي گهڻي ڪاميابي نہ ملي، پر 1933ع ۾ فلم 'پورن ڀڳت' لاءِ هن جي ڳايل چئن ڀڄنن وڏي مشهوري ماڻي، انهن ڪيس شهرت جي آسمان تي پهچائي ڇڏيو.

1935ع ۾ هن شرت چندر چٽوپاڌيايہ جي ناول تي مبني فلم 'ديوداس' ۾ مرڪزي ڪردار ادا ڪيو. هن جلد ئي بنگالي سکي ورتي ۽ ستن بنگالي فلمن ۾ ڪم ڪيو.

هي پهريون غير بنگالي هو. جنهن پنهنجي 30 بنگالي گانن ذريعي پوري بنگال جون دليون موهيون. هڪٻئي پٺيان هن جون ڪيترين ئي فلمون ڪامياب ٿيون، جن ۾ ديدي (1937ع)، ساٿي (1938ع) ۽ زندگي (1940ع). سهگل جا ڳايل گانا انهن فلمن جي ڪاميابيءَ جو وڏو ڪارڻ هئا.

1941ع ۾ سهگل رنجيت مودي ٽون سان گڏ ڪم ڪرڻ لاءِ بمبئي هليو ويو ۽ ڪيترين ئي فلمن ۾ اداڪاري ۽ گلوڪاري ڪئي. پنهنجي ڪيريئر دوران هن 36 فلمن ۾ ڪم ڪيو ۽ 185 فلمي ۽ 142 غير فلمي گانا رڪارڊ ڪرايا.

ڪندن لال سهگل، 18 جنوري 1947ع تي جالنڌر ۾ وفات ڪئي.

**سهليان** (ديهه): تعلقي ڪنڌڪوٽ جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

سليم خان، علي بيگ ملڪ، مير صبح صادق خان، صادق باجڪاڻي، منظور بنگلاڻي، يار علي، علي شير سرڪو، محمد خان، مير صبح صادق، علي بيگ ملڪ، صابر آباد، حفيظ الله، نهال خان، يار محمد، عبدالغني، مير احمد خان ۽ اسدالله خان.

**سهلياڻي** (ديهه): هي تعلقي ڪنڌڪوٽ ضلعي ڪنڌڪوٽ-ڪشمور جي هڪ ديهه آهي، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

سليم خان، علي بيگ ملڪ، مير صبح صادق خان، صادق باجڪاڻي، منظور بنگلاڻي، يار علي، علي شير سرڪي، محمد خان، حفيظ الله، نهال خان، يار محمد، عبدالغني، مير احمد خان ۽ اسدالله خان.

**سهميل شام** (ڪتاب): هي ڪتاب، هند سنڌ جي ٻرڪ شاعر ايم. ڪمل جي غزلن، واين، قطعن ۽ هڪ نظم جو مجموعو آهي، جيڪو




شاعر جو نائون نمبر شعري ڪتاب آهي. ايم. ڪمل فني ۽ فڪري سطح تي نون تجربن جو قائل رهيو آهي. هن مجموعي ۾ هن نظم جي هڪ نئين هيئت پيش ڪئي آهي، جنهن کي هن 'ڀهڳٽو نظم' سڏيو آهي. ڪرائون سائيز جي 100 صفحن تي مشتمل هي ڪتاب، پبلشر ايم. ايم بندراڻيءَ، ڪمل ڪتاب گهر، الهاس نگرمان، مئي 1991ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو ۽ ان جي قيمت 25 روپيا آهي.

**سُهندي برهمڻ**: سُهندي برهمڻ (عربي اُچار: 'حسنه')، راجا ڏاهر جي ياڻيجي هئي. 'فتحنامہ سنڌ' عرف چچنامي ۾ علي ڪوفيءَ ڄاڻايو آهي ته، "راجا ڏاهر جي مارجي وڃڻ ڪانپوءِ عربن راوڙ ڏانهن رُخ ڪيو، جتي عربن کي فتح حاصل ٿي ۽ انهن راوڙ جو قلعو قبضي ۾ آٿي، ماڻهن تي تشدد شروع ڪيو. قلعو فتح ٿيڻ ڪانپوءِ ڏاهر جي ڀيڻ مايين ۽ ياڻيجي حسنه (سُهندي) پنهنجي عزت بچائڻ خاطر باهه جو مچ تيار ڪرائي، سيني عورتن کي گڏ ڪري، چوڻ لڳيون ته اسين برهمڻ خاندان جون عورتون آهيون، دشمن ملڪ فتح ڪري چڪو آهي. هاڻي بهتر اهو ئي آهي ته دشمن جي هَوس جو شڪار ٿيڻ کان پنهنجو پاڻ کي باهه جي حوالي ڪري امر ٿي وڃون. اهو چئي سڀ کان پهرين مايين پنهنجي عزت بچائڻ خاطر پنهنجي پاڻ کي باهه جي حوالي ڪيو. ان ڪانپوءِ هر عورت ان مچ ۾ ٽپو ڏيڻ شروع ڪيو. ان دوران محمد بن قاسم جو لشڪر اچي رسيو ۽ باقي عورتن کي گرفتار ڪري ورتائون. هنن کي قلعي مان گهڻو خزانو ۽ ٽيهه هزار ٻانها ۽ ٻانهيون به هٿ آيون، جن ۾ ويهه هزار ڪنواريون ڇوڪريون به هيون. انهن ويهه هزار سنڌ جي نياڻين ۾ ٽيهه راجائن جون ڌيئرون ۽ هڪ راجا ڏاهر جي ياڻيجي ۽ مايين جي ڌيءَ حسنه (سُهندي) به شامل هئي. محمد بن قاسم هٿ آيل خزاني جو وڌو حصو ۽ ٽيهن راجائن جي ڌيئون، مهاراجا ڏاهر جي ياڻيجي حُسنه سميت حجاج بن يوسف جهڙي ظالم حاڪم ڏانهن ڏياري موڪليون. حجاج وٽ جڏهن هي عورتون ۽ سامان پهتو ته ڏاڍو خوش ٿيو" (حوالو: چچنامو ص: 65 کان 70، 72، 76 ۽ 96).

**سهڻا بڪيرا** (ديهه): تعلقي ٽنڊي الهيار جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

صاحب خان پنهور، علي بخش جروار، اميد علي بوزدار، ڇٽن شاهه، حاجي خان محمد پتافي، ڏتل خان پتافي، الهه ڏنو هاليپوٽو، خميسو ماڇي، اسماعيل برفت ۽ لالو ماڇي.

**سهڻا ٻار** (ڪتاب): هي ڪتاب نامياري شاعر علي محمد سولنگيءَ جو ٻاراڻي شاعريءَ جو مجموعو آهي. ڪتاب جي ارپنا شاعر پنهنجي




والد ۽ استادن کي ڪئي آهي. ڪتاب ۾ مقصود گل، غلام محمد غازي، ذوالفقار سيال، خادم مهر، آزاد بخاري، بيخود بلوچ، امتياز عادل سومرو، ارباب علي عادل چوهاڻ جا تاثر به شامل آهن. ڪتاب ۾ شامل هر شعر سان گڏ چتر ۽ تصويرون پڻ ڏنل آهن. ڪتاب جي ٽائٽل تي ٻارن جون تصويرون ۽ بئڪ ٽائٽل تي شاعر جي تصوير سان گڏ ادل سومري جو تاثر ڏنل آهي.

ڊيمي سائيز جي 84 صفحن تي مشتمل هي ڪتاب ثقافتي ادبي فورم دادوءَ پاران 2012ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو ويو. ڪتاب جي قيمت 99 روپيا ڄاڻايل آهي.

**سهڻا سائين** (فلم): ڄاموٽ فلمز طرفان پيش ڪيل هيءَ فلم 7 مارچ 1986ع تي رليز ٿي. هن فلم جي ڪهاڻي لکندڙ، پروڊيوسر ۽ هدايتڪار ايس گل ۽ موسيقار غلام حيدر هو. هن فلم ۾: صلاح الدين




تنيو، تهمينه، نيني ناز، غفار پٽي، نور محمد لاشاري، روشن عطا، گل بانو، مشتاق جسڪاڻي، ممتاز ڪنول، يار محمد شاهه، نسرين ناز، شبير انصاري ۽ منظور مراد اداڪاري ڪئي. هيءَ فلم نيو ميجسٽڪ سئنيما حيدرآباد، المنظر سئنيما لاڙڪاڻي، ناز سئنيما ڪراچي، ريجنٽ سئنيما سکر ۽ ريڪس سئنيما ٽنڊي آدم ۾ پردي تي ڏيکاري وئي.

**سهڻو** (ديهه): تعلقي ميرپور ماٿيلي ۽ ضلعي گهوٽڪي جي هڪ ديهه جو نالو آهي، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

محمد بخش مهر، صاحبڏنو مهر، الهه وسايو مهر، ڀلڻ ٽانوري ۽ عارب ملڪ.

**سهڻي**: سهڻي، 'سهڻي ميهار' جي مشهور نيم تاريخي ۽ عشقيه قصي جو مشهور ڪردار آهي. 'سهڻي ميهار' جو قصو سنڌ ۽ پنجاب ۾ مروج آهي. ڪي روايتون ان قصي کي پنجاب سان تي ڪي وري سنڌ سان منسوب ڪن ٿيون. بهرحال ڪهاڻيءَ جا بنيادي پهلو ساڳيا آهن، صرف

معمولي تفاوت آهن. سهڻيءَ جي ڪردار کي پنجاب واري روايت موجب گجرات شهر سان منسوب ڪيو ويو آهي ٿو، سنڌس پيءُ جو نالو تلا ڪنڀار هو. سهڻي پنهنجي نالي جيان سهڻي هئي، جنهن کي بخارا جي عزت بيگ نالي هڪ واپاريءَ سان محبت ٿي وئي، جيڪو سهڻيءَ سان ويجهڙائپ لاءِ ڀيريان تلا ڪنڀار جا ٿانو وٺي وڪڻندو رهيو ۽ جڏهن پئسو پائي ختم ٿي ويس ۽ تلا جو قرضي ٿي ويو ته تلا ڪنڀار وٽ



سهڻي ميهار جي خيالي تصوير

مينهن چارڻ لاءِ سنڌس نوڪر ٿي بيٺو. جنهنڪري ميهار (پنجابي قصي ۾ 'مهينوال') سڏيو ويو. سهڻي ۽ ميهار جو پاڻ ۾ پيار ٿي ويو. سهڻيءَ جي مائٽن هڪ غير ذات جي ماڻهوءَ سان سنڌس پيار ڏسي سهڻيءَ جي شادي 'ڏم' نالي هڪ مائٽ سان ڪرائي ڇڏي، پر هوءَ پنهنجي هوڏ تان نه لٿي ۽ گهڙي تي رات جو درياهه تري ٻئي ڪناري ميهار سان ملڻ ويندي هئي. سنڌس ساهرن کي جڏهن ان ملاقات جي خبر پئي ته هنن سهڻيءَ جي پڪي گهڙي جي جاءِ تي ڪچو دلو رکي ڇڏيو. نتيجي ۾ جڏهن رات جو هوءَ درياهه ۾ گهڙي ته اڌ واٽ تي ڪچو گهڙو ڀُرڻ ۽ ڳرڻ لڳو ۽ سهڻي ٻڏڻ لڳي. ان مهل هن ميهار کي مدد لاءِ پڪاريو، جنهن پڻ درياهه ۾ ٽپو ڏنو ۽ ٻئي ڄڻا ٻڏي هڪ ٿي ويا.

سهڻيءَ جي ڪهاڻيءَ جي سنڌ واري روايت ۾ ٿورو فرق آهي. مرزا قليچ بيگ سهڻيءَ بابت هڪ روايت بيان ڪندي لکيو آهي ته: "اها ذات جي 'واهوچي' هئي، جيڪا سنڌوءَ جي الهندي ڪناري تي رهندي هئي. ۽ سنڌس شادي 'ڏم' سان ٿي هئي، جيڪو ذات جو 'سامٽيو' هو ۽ ميهار جو اصل نالو 'ساهڙ' هو. جڏهن ته سهڻيءَ جي قبر شهدادپور ويجهو آهي.

ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ به هن قصي کي سنڌ جو قصو مڃي ٿو. جنهن لاءِ هن ڪيترائي دليل ڏنا آهن. هو سهڻيءَ کي 'جرڪت' يا 'جرڪس' نالي ذات جي هڪ 'سامٽيي' جي ڌيءَ چوي ٿو جڏهن ته اتر سنڌ جي هڪ ٻيءَ روايت موجب سهڻي ذات جي 'وهيڻتي' هئي ۽ لال نالي ڪٽيءَ جي ڌيءَ هئي. ڪن سگهڙن لفظ 'وهيڻتي' کي درياهه جي وهڻ سان منسوب ڪيو آهي. بهرحال روايتن ۾ بيان ڪيل قصن ۾ ٿوري گهڻي فرق سان سهڻيءَ جو ڪردار هڪ ٻي ڀڀي ۽ بهادر عورت جي ڪردار طور اڀري اچي ٿو. جنهن پنهنجي ازلي محبت لاءِ زندگيءَ جي پرواهه نه ڪندي، درياهه جي دهشت کي نه ليکيندي، پاڻ کي قربان ڪري ڇڏيو.

سهڻيءَ جي ڪردار کي سرائيڪي، پنجابي ۽ سنڌي شاعرن وڏي اهميت سان بيان ڪيو آهي، جو هن دلي محبت کي، زوريءَ مڙهيل سماجي رشتن تي ترجيح ڏني. سنڌي لوڪ ۽ روايتي شاعريءَ کان سواءِ ڪلاسيڪي شاعريءَ ۾ سهڻيءَ کي تمام گهڻو ساراهيو ويو آهي. خاص ڪري شاهه عبداللطيف ڀٽائيءَ ڪيس پنهنجي شاعريءَ ۾ تمثيلي حيثيت ڏني آهي ۽ سنڌس ميهار سان سچي سڪ ۽ زندگيءَ جي قربانيءَ کي اهميت سان ڳايو آهي. هن سهڻيءَ جي ميهار سان سڱ کي جائز سمجهيو آهي، ڇو ته شادي دلين جي راضپي جو نالو آهي ۽ نه سماجي زور زبردستيءَ واري نڪاح جو نالو. لطيف سائينءَ، ان ڪري ئي چيو آهي ته:

ساهڙ ڏاران سهڻي، نسوري ناپاڪ
-
ساهڙ ڏاران سهڻي، اَڌوتي آهي . . .

سهڻيءَ جي محبت ۽ عظمت کي لطيف هن طرح ڳايو آهي:

جان جان هئي جيئري، ورچي نه ويٺي،
وجي ٻون پيٺي، ساريندي کي سڄڻين.

**سُهڻي (رسالو)**: سنڌي ٻوليءَ جو مشهور رسالو سُهڻي، ناميارو ڪهاڻيڪار طارق اشرف جي ادارت ۾ نڪرندو هو. 'اداره نو ادب' پاران مختلف ڪتابن جي اشاعت ڪانپوءِ هن رسالي جو اجراءُ سنڌي ادب ۾ اهم پيش رفت ثابت ٿيو. 1970ع واري ڏهاڪي کي سهڻي رسالي جو ڀريون دؤر ليکيو وڃي ٿو. لڳاتار نوَ سال هي رسالو پڙهندڙن جي پسند سان نڪرندو رهيو. ان وچ ۾ سنڌي ٻوليءَ جي 80 کن ڪتابن، ڪجهه رسالن ۽ پريسن تي حڪومت سنڌ پابندي مڙهي، جن ۾ 'سهڻي' رسالو به شامل هو. طارق اشرف سهڻيءَ ۾ نه رڳو نڪور ڪهاڻيون، شاعري ۽ ٻيا اهم سلسلا شروع ڪيا، پر ان پرچي جا ڪي خاص نمبر به ڪڍيا، جنهن تحت 'شخصيت نمبر' جي روايت وڌائين. ڀريون ڀيرو سهڻي رسالي پاران 'امر جليل' نمبر ۽ 'نسيم کرل' نمبر شايع ٿيا. رسالي جي ٻئي دؤر ۾ 'شيخ اياز' جي شاعريءَ ۽ شخصيت تي به شاندار نمبر ڇپايا ويا. سهڻي رسالي جو ٻيو دؤر مارچ 1989ع کان شروع ٿيو ۽ طارق اشرف جي وفات (14 اپريل 1992ع) تائين جاري رهيو.




'سهڻي' رسالي جا ٻئي دؤر شاهڪار رهيا آهن. سنڌي ادب ۾ هن رسالي

انيڪ نوان ليکڪ پيدا ڪيا، جن اڳتي هلي وڏو نالو ڪيو. سنڌ، سنڌي ادب ۽ سنڌي ٻولي توڙي قومي فڪر کي هٿي ڏيندڙ نج تخليقي مواد هن رسالي جي زينت رهيو. طارق اشرف جا لکيل ايڊيٽوريل هميشه پڙهندڙن جي ڌيان جو مرڪز ۽ دل کي ڇهندڙ رهيا. اظهار جي آزاديءَ جي حوالي سان بيباڪيءَ سان لکڻ ڪري طارق اشرف ٻه ڀيرا جيل ۾ پڻ ويو. هن رسالي جو جديد سنڌي ادب جي ترقيءَ ۾ وڏو ڪردار رهيو آهي.

**سهڻي پبليڪيشن:** فبروري 1966ع ۾ نامور اديب ۽ پبلشر طارق اشرف 'اداره ادبِ نو' ختم ڪري، 'سهڻي ڪتابي سلسلو' جاري ڪيو ۽ ماهوار سهڻي مخزن لاءِ ڊڪليريشن جو فارم ڀريو، جيڪو سرڪار منظور نه ڪيو. جنهنڪري سهڻي ڪتابي سلسلي شايع ڪرڻ جو اهتمام ڪيو ويو ۽ ان ڪتابي سلسلي جي مرتبن ۾ طارق اشرف سان گڏ غلام نبي مغل، نظير شيخ ۽ منظور قريشي شامل هئا. ڪجهه وقت کانپوءِ غلام نبي مغل ۽ منظور قريشي ڪن مجبورين سبب 'سهڻيءَ' کان ڌار ٿي ويا ۽ نظير شيخ جو ساٿ طارق اشرف سان ٻارهين نمبر ڪتابي سلسلي تائين رهيو ۽ بعد ۾ هن کي به ڪن مجبورين هيٺ سهڻيءَ جو ساٿ ڇڏڻو پيو. جڏهن ته ناميارو ڪهاڻيڪار نسيم کرل ٻارهين ڪتاب کان ۽ ظفر حسن ٻارهين ڪتاب کان 'سهڻي' سٽ ۾ طارق اشرف سان شامل رهيا. جڏهن سهڻي ڪتابي سلسلي جا 17 ڪتاب نڪري چڪا ۽ سهڻيءَ سنڌي ادب ۾ اوچو مقام پيدا ڪري ورتو، تڏهن حڪومت ڪيترن ڪتابي سلسلن سان گڏ سهڻيءَ تي به پابندي وڌي. طارق اشرف نئون ڊڪليريشن ڀريو، پر ايوبي دور ۾ ڊڪليريشن نه ملي سگهيو. ڪتابي سلسلي تي پابنديءَ کانپوءِ، 'سهڻي پبليڪيشن' قائم ڪئي وئي، جنهن تحت ڇهه ڪتاب نڪتا. اهڙيءَ طرح ڊسمبر 1969ع تائين سهڻي ڪتابي سلسلي ۽ سهڻي پبليڪيشن جا 23 ڪتاب نڪتا. ان کانسواءِ هن پبليڪيشن ٻين اديبن جا پڻ ڪتاب ڇپيا، جن ۾ رسول بخش پليجي، غلام نبي مغل، الطاف شيخ ۽ ولي رام ولڀ وغيره جا ڪتاب شامل هئا. 1971ع ۾ 'سهڻي پبليڪيشن' کي ڊڪليريشن ملڻ بعد ماهوار 'سهڻي' جو اجراءِ ٿيو ۽ ماهوار سهڻي رسالي ٿوري عرصي اندر سنڌ ۽ هند ۾ وڏي مقبوليت حاصل ڪري ورتي ۽ ان سان سنڌ ۽ هند جي اڪثر برک اديبن جو ڀورو ڀورو ساٿ رهيو. گڏوگڏ ماهوار سهڻيءَ جي سائيز (ڊيمي) ايتري نه مقبول ٿي، جو سهڻيءَ کانپوءِ ڪيترا ڪتابي سلسلا ان سائيز ۾ نڪتا. ڀارت جي مشهور ادبي مخزنن: ڪونج ۽ ساهت ڌارا به اصلي سائيز ڇڏي سهڻيءَ واري سائيز ۾ نڪرڻ لڳيون. جڏهن ٻيو ڀيرو سهڻيءَ ۾ امر جليل ۽ موهن ڪلپنا جي ڪهاڻين ڇپجڻ تي پابندي پئي ته طارق اشرف سهڻي رسالي جي ساڳيءَ سائيز ۽ ترتيب سان تخليق پبليڪيشن جاري ڪري، اُن جا ڪجهه خاص پرچا شايع ڪيا.

سهڻي پبليڪيشن جو ٻيو دور مارچ 1989ع کان شروع ٿيو، جنهن ۾ 'سهڻي' رسالي جي سائيز ڊبل ڪرائون ڪئي وئي ۽ هن سائيز وارو رسالو طارق اشرف جي وفات تائين جاري رهيو.

**سهڻي پرنٽرس:** 1960ع جي ڏهاڪي ۾، طارق اشرف ۽ غلام نبي مغل، ڪوڪر پاڙي حيدرآباد ۾ هڪ پرنٽنگ پريس جو بنياد رکيو. انهيءَ سان گڏ 'اداره ادبِ نو' پڻ قائم ڪيو. هن اداري جو پهريون ادبي ڪتاب 'پهريون قدم' جي نالي سان نڪتو، جنهن جي ڇپائي، جمالي پرنٽنگ پريس حيدرآباد ۾ ٿيندي هئي. پوءِ 'سهڻي پرنٽرس پريس' جڏهن ڇپائيءَ لاءِ تيار ٿي وئي ته ڪهاڻين جو ٻيو ڪتاب 'ٻيو قدم' نالي ڇپجي منظر عام تي آندو ويو. ان کانپوءِ غلام نبي مغل ۽ طارق اشرف جي ڪهاڻين جو گڏيل ڪتاب: 'نئون شهر' ۽ 'سونهن، پٿر ۽ پيار' هڪ ئي جلد ۾ ڇپجي پڌرو ٿيو. انهيءَ ساڳئي عرصي ۾ غلام نبي مغل جو ترجمو ٿيل فرينچ ليکڪ پيري لوئيءَ جو ناوليٽ 'عورت ۽ پيار' ۽ شمشير الحيدريءَ جي شعرن جو مجموعو 'لاٽ' (1962ع) پڻ شايع ٿيا. ان وچ ۾ سنڌ جي نامور اديب ۽ ڪهاڻيڪار ظفر حسن پڻ سهڻي پريس جي ڪافي مالي مدد ڪئي ۽ ان جي ڇپائيءَ ۾ ساٿ ڏنو. 1975ع ۾ سنڌ حڪومت جيڪي 72 سنڌي ڪتاب، رسالا ۽ پريسون بند ڪيون، تن ۾ 'سهڻي پرنٽرس' به شامل هئي. 1978ع ۾ هن پريس وري پنهنجو ڪم شروع ڪيو ۽ 1992ع ۾ طارق اشرف جي بي وقتي وفات کانپوءِ بند ٿي وئي، جيڪا اڳتي هلي طارق اشرف جي فرزند دانيال طارق ٻيهر جاري ڪئي ۽ اڄ ڏينهن تائين 'سهڻي پرنٽرس' جو نالو قائم آهي. هيءَ پريس ڪوڪر پاڙي، حيدرآباد ۾ موجود آهي.

**سهڻي ميهار جو ميلو:** سهڻي ميهار جو ميلو هر سال اسلامي مهيني جماد الاول جي 11، 12، ۽ 13 تاريخ تي ضلعي سانگهڙ ۾، شهدادپور پرسان لڳندو آهي. هي ميلو وڏي ڌام ڌوم ۽ شاندار نموني سان ملهايو ويندو آهي. ادبي ڪچهرين ۽ مشاعري کانسواءِ ملاکڙو لڳندو آهي، جنهن ۾ اتر ۽ لاڙ جا پهرين ۽ ٻئي جوڙ جا پهلوان حصو وٺندا آهن. ان کان سواءِ ميلي جي آخري ڏينهن تي رات جو محفل موسيقي ٿيندي آهي، جنهن ۾ ريڊيو ۽ ٽي. ويءَ جا ناميارا فنڪار حصو وٺندا آهن. هن ميلي ۾ مختلف قسم جا ڪاٺ خوراڪ جا اسٽال لڳندا آهن ۽ بازارون پڻ لڳايون وينديون آهن. سهڻي ميهار جي مزار تي چادرون پڻ چڙهايون وينديون آهن. سنڌ جي ڪنڊ ڪڙڇ مان هزارين جي تعداد ۾ ماڻهو اچي گڏ ٿيندا آهن.

**سهو:** سهو پشم دار ڪل وارو، ٻلي جي قد جيترو، سهڻو ۽ اڇي رنگ جو مماليه جانور آهي. سهو، سنڌ ۽ پاڪستان جي مختلف صوبن ۾ ٿيندو آهي. سهي جي کل ايتري نرم ملائم ٿيندي آهي، جو ڪمزور ماڻهوءَ لاءِ اصطلاحن 'سهي جي کل' تشبيهه استعمال ڪئي ويندي آهي. پالتو سهن جي خوراڪ نباتاتي هوندي آهي، پر هنن ۾ خوراڪ ذخيرو ڪرڻ جي عادت نه هوندي آهي. خطري جي وقت سها لوڙهن ۽ چراگاهن ۾ لڪي ويندا آهن. سهن وٽ پنهنجي بچاءَ لاءِ ڊڪڻ کانسواءِ ڪا به شيءِ نه هوندي آهي. هيءَ کليل ميدان تي 80 ڪلوميٽر في ڪلاڪ جي رفتار سان ڊوڙي سگهن ٿا. سهن ۾ ٻه قوتون آهن: هڪ ٻُڌڻ

جي قوت ۽ ٻي سُنگھڻ جي قوت جنهن ذريعي هو خطرن کان باخبر ٿي ويندا آهن. سهي جي مادي سال ۾ ڪئي دفعا ٻچن کي جنم ڏيندي آهي. حمل جو عرصو 28-47 ڏينهن تائين هوندو آهي. هي 2-8 کان 15 تائين ٻچا پيدا ڪندي آهي. ٻن سالن جي عرصي ۾ سهو جنسي طور بالغ ٿي ويندو آهي.

حڪيمن موجب سهي جو گوشت، فالج، لقوي، عضون جي استرخاءِ لاءِ مفيد آهي. هن جون ڦولهڙيون پاڻيءَ ۾ ڪاڙهي انهيءَ ۾ سنڌن جي سور، نقرس واري کي وهنجاريندا آهن ۽ انهيءَ پاڻيءَ جي ٻاڦ ڪن جي سور، وهڻ ۽ ٻوڙاڻ کي فائدو ڪري ٿي. سهي جو پتو زيتون جي تيل سان ملائي ڪارائجي ته دم ڪشي ۽ ڪنگھ ۾ فائدو ڏيندو. هن جي کل مان ٽوپي ٺهرائي پائبي ته نزلي ۽ مٿي جي سُور لاءِ مفيد آهي.

**صحرائي سهو** Desert Hare/Lepus Nigricollis Dayanus: هي ننڍڙو خوبصورت ۽ پشمي جانور سڄي سنڌ پنجاب ۽ سنڌ جي جابلو علائقن ۾ عام آهي. هن جي اک وڏي گول ۽ ڪاري هوندي آهي. ٽنگون سنهيون، ڊگھيون، ڪن اُڀا ۽ ڊگھا ٿين. هن جي پشم معمولي ڳاڙهسري واريا سي پوري ۽ پڇ ننڍڙو ۽ ناسي رنگ جو هوندو آهي. هي سهو جڏهن ڊوڙندو آهي ته پڇ هيٺ هوندو اٿس، جنهنڪري ان جو هيٺيون اڇو رنگ نظر نه ايندو آهي. جوان صحرائي سهي جو قد سراسري طور 48 سينٽي ميٽر هوندو آهي. ان جو پڇ 7 يا 8 سينٽي ميٽر هوندو آهي. ان جو پويون ٽنگون 10.2 سينٽي ميٽر ٿين. هن جي جسم جو وزن عام طور 1.4 ڪلوگرام ٿئي ٿو.



سهو سڄي سنڌ ماٿريءَ ۾ گھٽ ڄتيل علائقن ۾ رهندو آهي. چولستان ۽ ٿرم ۾ به جام آهي. هي ٿاهڙ ۽ ٻجهٽو جانور غيرآباد علائقا پسند ڪندو آهي، پر هن کي پالڻ ڪانپوءِ گھريلو جانور ٿي ويندو آهي ۽ هن مان ڊپ جو احساس ختم ٿي ويندو آهي. سهو گاهه خور جانور آهي، صبح جو سوير ۽ شام جو گاهه کائڻ لاءِ نڪرندو آهي. سهو گاهه ۽ سنهڙيون ٽاريون کائيندو آهي. خطري کان هر وقت هوشيار نظر ايندو آهي. هن ڪٽنب جي جانورن ۾ هاضمي جو خاص نظام ٿئي ٿو هن سهي ۾ به هيٺيون اوجهه هوندو آهي، جنهن جي وسيلي سائي گاهه جي ريشن کي هضم ڪندو آهي. ان عمل کي 'اوڳر' چٻبو آهي. صحرائي سها اڪثر لومڙين ۽ عقابن جو شڪار ٿيندا آهن.

**جهنگلي سهو (Hare):** جهنگلي سهو (Hare) عام طور ڏاريل سهن کان وڏو هوندو آهي. هن جي مٿين چپن جي شڪل انگريزي ليٽر Y جهڙي هوندي آهي. جهنگلي سهي جا ڪن ڊگها ۽ موڪرا هوندا آهن. جهنگلي سهي جون اڳيون ٽنگون پوين ٽنگن کان ڊگھيون هونديون آهن ۽ ڊوڙڻ لاءِ بهترين هونديون آهن. هن جي پيرن جي چنبن ۾ پنج پنج آڱريون هونديون آهن. جهنگلي سيهڙ فصلن کي تمام گھڻو نقصان پهچائيندو آهي. گرميءَ جي موسم ۾ پنهنجي جسم ۾ پاڻيءَ جي مقدار کي برقرار رکڻ لاءِ ٻوٽن جا گونج کائيندا آهن.



سهي جا هيٺيان قسم ٿيندا آهن:

**هندستاني سهو (Indian Hare or Black-Napped Hare):** هندستاني سهي جا ڪن وڌيڪ موڪرا ۽ ڊگھا هوندا آهن ۽ ان جي ڪَلَ تي ڪاري رنگ جون پٽيون هونديون آهن. هنن جي عام رنگ پورو هوندو آهي، پر ٽنگون وڌيڪ تيز پوريون هونديون آهن. هنن جي جسم جي کل زردي ۽ ملائي رنگ جهڙي هوندي آهي. هن جا چنبا مضبوط هوندا آهن. هن قسم جا جانور پاڪستان جي سمورن صوبن ۾ ملندا آهن.



**راس سهو (Cape Hare):** راس سيهڙ هندستاني سيهڙ جهڙا هوندا آهن ۽ ڪين ننڍا سليٽي وار هوندا آهن. هنن جي ڪنن جا ڪنارا ۽ پُڇ جي پُٺي ڪاري رنگ جي هوندي آهي. هنن جي جسم جو رنگ پوري ٿيڻ جي بجاءِ سليٽي هوندو آهي. هي پاڪستان جي ريگستاني علائقن ۾ ملندا آهن.



گلگت، چترال ۾ آرٽيميسيا (Artemisia) جي جهنگ ۾ رهندا آهن. هي سهو 450 ميٽر جي بلندي تائين ملندو آهي. ان کانسواءِ پنجگور، قلات، چمن، وزيرستان ۽ ڪرم وادي وغيره ۾ به ملي ٿو.

**عربي سهو** (Arabian Hare):



عربي سهو بلوچستان ۾ راس سهي سان گڏ ملندو آهي. راس سهي سان ان جي ظاهري مشابهت ايتري وڌيڪ آهي، جو ان کي الڳ قسم جو قرار ڏيڻ ۾ ماهرن ۾ اختلاف آهن.

**لنڊو سهو** (Pikas): پائڪا جنس جو ننڍڙن ڪنن، چوٽين ۽ بيضوي شڪل جو لُنڊو سنهو پائڪا سهو مختلف نالن سان سڏيو ويندو آهي، جهڙوڪ: ٽاڪرو سهو (Rock Rabbit) ۽ ڪوئو سهو (Mouse Hare) آهن. هي قدبت جي حساب سان ہلي جي ہلونگڙي جيترا ٿيندا آهن. بالغ



پائڪا جي جسم جي ڊيگهه 20 سينٽي ميٽر ۽ وزن 200 کان 300 گرام ٿيندو آهي. هن پائڪا جو پُڇ نظر نہ ايندو آهي ۽ ڪن ڪوئي وانگر ننڍا گول هوندا آهن. هن کي ڪترينڊڙ ڏندن جا ٻہ جوڙا ٿيندا آهن. هن جا وار گهاٽا ۽ ڊگها نرم هوندا آهن، جيڪي سال ۾ ٻہ دفعا ڪرندا آهن. هن سهي جون ننگون ننڍيون هونديون آهن. ان جي چئني پيرن جي ترين ۾ وار گهڻ هوندا آهن. هن جي پيرن ۾ پنج پنج آڱريون هونديون آهن. لنڊو سهو خوش مزاج جانور آهي. هي ڏينهن جو ٽپندا، ڪڏندا آهن. اڪثر ننڍين ٽڪرين تي ڪڏندي نظر ايندا آهن. هي جڙي ٻوٽين، وڻن وڻن جي پنن، گُلن ۽ گاهہ کي سُڪائي ٽڪري يا زمين اندر نهيل ٻرَ ۾ ذخيرو ڪري رکندو آهي، جڏهن سياري ۾ ڪا ٻي خوراڪ نہ ملندي اٿس تہ ان تي گذارو ڪندو آهي. هي سهوسيءَ وارن علائقن ۾ رهي ٿو. تڏهن بہ هي Hibernation يعني سياري جو آرام نہ ڪندو آهي. هن جي نسلي واڌ اونهاري ۽ بهار جي موسم ۾ ٿيندي آهي. ماديءَ جي حمل جو عرصو 30 ڏينهن هوندو آهي. مادي هڪ وقت ۾ 4 کان 10 ٻچا ڏيندي آهي. ٻچا پيدائش وقت وارن بنا هوندا آهن ۽ سندن وزن 9 گرامن جي لڳ ڀڳ هوندو آهي. فلڪ (1986ع) مطابق پائڪا جي خاندان (Ochotonidae) ۾ صرف هڪ جنس اوڪوٽونا (Ochotona) آهي، جنهن جا دنيا ۾ 14 قسم آهن.

پاڪستان ۾ هن جا ٽي قسم ملن ٿا، جن مان ٻہ عام آهن:

**افغان پائڪا/ گول نشانن واري پائڪا** (Afghan Pika or Collared Pika or Reddish Pika): افغان پائڪا ۾ اڳين پيرن ۾ 5 آڱريون هونديون آهن ۽ پوين پيرن ۾ 4 آڱريون هونديون آهن. هن جا چنبا تيز ۽ چهنباريا هوندا آهن.



جن جو رنگ ڪارو هوندو آهي. هن جا وار ڳاڙها سليٽي، نرم ملائم هوندا آهن. ڪنڌ کان اڳيان ريتيءَ جهڙن پورن وارن جو دائرو هوندو آهي، جنهنڪري اُن جو هي نالو پيو آهي. گول نشانن/ دائرن واري پائڪا جي سر ۽ ڌڙ جي گڏيل ڊيگهہ تقريباً 196 سينٽي ميٽر هوندي آهي. افغان پائڪا جي ملڻ بابت رابرٽس (1977ع) ، وي بي، سي، سي (1981ع) ۽ نيچرا (1988ع) ۾ لکيو تہ هي ڏکڻ پاڪستان جي جبلن ۾ 3000-12000 فوٽ بلنديءَ تي ملندا آهن. هي صنوبر ڪوهي (جونيپر) جي جهنگن ۽ فصلن جي ڪنارن تي ملندا آهن. چلتن ۽ بولان جي غيرآباد جبلن تي بہ ملندا آهن. قلات ۾ گهڻ ملندا آهن. وادي ڪرم، وزيرستان ۾ بہ ملندا آهن.

هي سهو گهر جهنگلي وڻن جي پاڙن ۾ ناهيندو آهي. ان ڪانسواءِ ٻنين جي ڪناري، ٽڪرين جي ڏارن ۽ پٿرن ۾ گهر ناهيندو آهي. زير زمين گهر 2 فٽ جي لڳ ڀڳ اونهو ناهيندو آهي. هي گرمين جي موسم ۾ صبح شام ٽپندا، ڪڏندا آهن. پرجهڙالي موسم ۽ سياري جي موسم ۾ اُس جو سيڪو وٺندا آهن، پر گهڻي گرمي برداشت نہ ڪندا آهن. پائڪا جا ٻيا قسم تيز آواز واري سيٽي ڪڍندا آهن، پر افغان پائڪا جو آواز ڪمزور هوندو آهي.

**سهول** (ذات): سهول مسلمان سماٽ ذات آهي. ڪن علائقن ۾ سرائي ۽ جٽ بہ سڏجن ٿا. اصل ۾ هي هندستان جي علائقي ديره دون جا رهاڪو هئا، جتان انگريزن سان مهاڏو اٽڪائڻ سبب ديري غازي خان ۾ اچي ويٺا، جنهن ڪانپوءِ سنڌ جي ڪجهہ علائقن ڏانهن بہ پکڙيا. هنن جو وڏو سردار سهو خان هو، جنهن ڪانپوءِ ان جو اولاد 'سهول' جي نالي سان مشهور ٿيو. هي پنهنجي نالي اڳيان مهر لڳائن ٿا، جيئن مهر گل محمد سهول، ۽ مهر نظر حسين سهول وغيره. هنن جا ڪجهہ پاڙا تعلقي ميهڙ ۾ بہ ويٺل آهن، جيڪي سرائيڪي ڳالهائين ٿا.

**سهيتا** (ديهہ): تعلقي گمبٽ ۽ ضلعي خيرپور ميرس جي هڪ ديهہ جو نالو، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

جتوئي، ڏڳاٽو جتوئي، بولاٽي، در محمد وڏڻ پوٽو، نئون ڳوٺ، سهتا، بچل منگي، ٽانوري.

**سهيل سانگي**: نامور صحافي، سياسي ۽ سماجي ڪارڪن. سهيل سانگي، جنجهي ڳوٺ، تعلقي ڇاڇري ۾، 20 آڪٽوبر 1950ع تي ڄائو. ثانويءَ تائين تعليم ڳوٺ ۾ ورتائين، مئٽرڪ هاءِ اسڪول ڇاڇري مان، انٽر مسلم ڪاليج حيدرآباد مان ۽ ايم. اي (انگريزي) سنڌ يونيورسٽيءَ مان پاس ڪيائين. سهيل سانگي ننڍپڻ کان سياسي سماجي سرگرمين ۾ اڳيرو رهيو آهي. 70 واري ڏهاڪي جي آغاز ۾ هن ترم ڏڪار ستايلن جي سهائتا لاءِ دوستن سان گڏجي آواز اُٿاريو. اڳتي هلي ترجي مسئلن بابت 'اُچو سورن واريون' عنوان سان هڪ ڪتاب لکي ڇپايائين.



سهيل سانگي شروع ۾ ايم. ايس. جنجهيءَ جي قلمي نالي سان ڪيترا ڪالم ۽ مضمون لکيا. ڪجهه وقت مشهور سماجي خدمتگار مسڪين جهان خان کوسي سان گڏجي سماجي ڪم به ڪيائين. شاگرديءَ جي زماني ۾ ڪاهي ڊر جي نظرين کان متاثر ٿيو ۽ سنڌ نيشنل اسٽوڊنٽس فيڊريشن جو ڪارڪن به رهيو.

سهيل سانگيءَ، صحافت جو آغاز 1970ع ڌاري ڪيو. پهرين 'سنڌ نيوز' اخبار سان وابسته رهيو. ڪجهه عرصو 'عبرت'، 'سفير' ۽ انگريزي اخبار 'Sindh Observer' ۾ به ڪم ڪيائين. مختلف سياسي، سماجي، ملڪي ۽ اقتصادي مسئلن تي وڏي تعداد ۾ ڪالم لکي چڪو آهي.

جنرل ضياء الحق جي مارشل لا واري عرصي دوران ڪاهي ڊُر جي اڳواڻن: ڪامريڊ جمال نقوي، بدر ابڙي ۽ ڪامريڊ امرلال سان گڏ گرفتار ٿيو ۽ پنج سال جيل ڪاٽيائين. مٿن فوجي عدالت ۾ ڪيس هليو. 1980ع واري ڏهاڪي ۾ 'ايمنسٽي انٽرنيشنل'، جن سياسي ڪارڪنن کي 'ضمير جو قيدي' قرار ڏنو تن ۾ سهيل به هو. ڪين سوئيڊن حڪومت پاران پناهه جي آڇ به ٿي هئي.

صحافتي ڪيريئر ۾ سهيل سانگي، روزاني 'ڊان' جو سب ايڊيٽر، روزاني ڪاوش جو ريزيڊنٽ ايڊيٽر ۽ اسلام آباد جو بيورو چيف، عوامي آواز جي باني ٽيم جو حصو بي. بي. سي ريڊيو ۽ بي. بي. سي اردو آن لائين جو فري لانس رپورٽر به رهي چڪو آهي. هي پهرين سنڌي نيوز مئگزين هفتيوار 'آرسي' جو ايڊيٽر ۽ پبلشر به رهيو. حيدرآباد پريس ڪلب جو صدر ۽ جنرل سيڪريٽري به رهي چڪو آهي ۽ پاڪستان فيڊرل يونين آف جرنلسٽ جو ميمبر آهي.

سهيل سانگي HRCP سميت مختلف سماجي تنظيمن جو ميمبر ۽ ٽرينر پڻ رهيو آهي. ڪيترين غير ملڪي ڪانفرنسن، وزيراعظم جي پرڏيهي دورن جي ميڊيا ٽيمن ۾ به شامل رهيو آهي. IUCN ۽ يونيسيف جو پراجيڪٽ ڪنسلٽنٽ پڻ رهيو آهي.

سهيل سانگيءَ مارڪسزم بابت ڪجهه ڪتاب ترجمو ڪيا آهن ۽ آڪسفورڊ يونيورسٽي پريس جا ڪجهه ڪتاب به سنڌيءَ ۾ ترجمو ڪيا آهن. انگريزي رسالن 'هيرالڊ'، 'نيوز لائين' ۽ روزاني سنڌي ۽ انگريزي اخبارن ۾ لکندو رهندو آهي.

هن ڪيترين سياسي ۽ سماجي شخصيتن جا انٽرويو به ڪيا آهن. حالات حاضره جي مختلف پروگرامن ۾ تجزيه نگار طور مختلف چئنلن تي شرڪت ڪندو رهندو آهي.

2002ع کان سنڌ يونيورسٽيءَ جي ماس ڪميونيڪيشن شعبي ۾ وزيٽنگ ٽيچر طور پڙهائي رهيو آهي. سندس فرزند رياض سهيل بي بي سي ڪراچيءَ جو نمائندو آهي. هن وقت 'ڊان' جو حيدرآباد ۾ بيورو چيف آهي.

**سڻانجو/ ويم/ هٿ پير لهڻ** (Labour Parturition): سڻانجو اهڙو فطري ۽ طبعي عمل آهي، جيڪو دنيا ۾ نئين مهمان (انسان) جي اچڻ جو سنيهو ڪٽي ايندو آهي. جڏهن مادري ٻيجو (Ovum) مرد جي نر ٻيجي (Spermatazoon) سان ٻوڪجڻ (Fertili/ Cytula) کان پوءِ ڳڀيرڻ (ٻچي دانيءَ Uterus) ۾ ڄمي ٻيهندو (Zygote) آهي ته اهو ٻوڪيل مادري ٻيجو 280 ڏينهن (چاليهه هفتا يا نَوَ مهينا ڏهه ڏينهن) ٻچي دانيءَ ۾ رهڻ دوران پنهنجين سمورين قدرتي طبعي ڦير ڦارن (Physiological Changes) کان پوءِ واڌويجهه ڪري پختو ٻار ٿي ماءُ جي پيٽ (ٻچيدانيءَ) مان نڪري دنيا ۾ پير پائيندو آهي، ان عمل کي سنڌيءَ ۾ 'سڻانجو' يا 'ويم' چئبو آهي.

**(الف) سڻانجي (ويم) جا مرحلا** (Stages of Labour): سڻانجو هڪ ٻئي پويان ٿيندڙ چئن مرحلن تي ٻڌل هڪ قدرتي طبعي عمل آهي، اهي مرحلا با ترتيب هيٺ ڏجن ٿا:

**(1) ڪُل (ڪشادي- Dilatation)**: جيئن ئي سڻانجي (ويم) جون سنيارون شروع ٿينديون آهن ته ڳڀيرڻ جي پٽين جون مشڪون (Muscular Walls) رکي رکي پيون ڪوئبيون (Contraction) آهن. ڪوئجڻ جو هي عمل هڪٻئي پويان تيز، جلدي ۽ ڊيگهارو ٿيندو ويندو آهي، جنهنڪري ٻار ۽ پشمي ٿيلهي (Membraneous Sac-Aminon) ڏڪجي اچي ڳڀڻ (Cervix) جي منهن ۾ پوندا آهن. جتي ڳڀيرڻ جي ساندهه ڪوئجڻ جي اثر سبب پراءِ (دٻاءُ) پوڻ سان ڳڀڻ جي مشڪن جا تاندورا (Muscular Fiber) ۽ آسا پاسا آهستي آهستي ڍرا ٿي پوندا آهن. ٻچي دانيءَ جي ساندهه ڪوئجڻ ڪري ٻار جي مٿي (Head) جو زور پوڻ ڪري ڳڀڻ جو منهن ويڪرو ٿي پوندو آهي، جنهن کي وڌيڪ ويڪرو ۽ سهنجو ڳڀڻ جي غدودن (گلٽين Glands) مان رسندڙ (سٽيو) لعاب (Mucus) ڪندو آهي.

ڳڀڻ جي مڪمل ڪشادگي (ڪُل) پهريات عورتن ۾ ٻارهن کان ٻارهن ڪلاڪن ۾ ٿيندي آهي، ڪن حالتن ۾ ارڙهن ڪلاڪ به لڳي ويندا آهن. جڏهن ته اڳ ويائيل عورتن ۾ ڇهن کان اٺ ڪلاڪ لڳي

ويندا آهن. جنهن وقت ٻِهڻ جو منهن ايترو کلي ويڪرو ٿي پوندو آهي، جو منجهانئس ٻار سولائيءَ سان نڪري اچي مادري رستي ۾ پوي ته ڪجهه دير مٿان کان ٻچي دانيءَ جي لاڳيتي ڪوئجڻ جي اثر سبب ڪنهن نه ڪنهن هڪ ڀرپور زور (دٻاءُ) پوڻ سان ٻِهڻ جي منهن ۾ موجود پردن جي ٿيلهي (Membraneous Sac) ڦاٽي پوندي آهي، جنهن سان ٻِهڻ جو منهن مڪمل کلي ويڪرو ٿيڻ ڪري ٻار هڪ ٻئي زوردار ڪوئجڻ واري عمل سان مادري رستي ۾ پوندو آهي. هتي ويم (سٹانجي ) جو پهريون مرحلو پورو ٿيندو آهي. هي مرحلو ويم جي سيني مرحلن کان وڏيڪ ڊيگهارو ۽ ڏاڍو ڏکيو مرحلو هوندو آهي. هن مرحلي مان اڪارڻ لاءِ ويم واري عورت (ماءُ) تي ڊاڪٽر کي يا ويم ڪرائيندڙ ڊاڪٽرياڻيءَ نرس يا دائيءَ کي گهڻو ڌيان ڏيڻو پوندو آهي.

(2) ٻار ٻاهر نڪرڻ (Expulsion) : هي مرحلو پهرئين مرحلي جي ختم ٿيڻ کان وٺي ٻار جي مادري رستي کان ٻاهر نڪرڻ تي ٻڌل هوندو آهي. هي مرحلو پهريات عورت لاءِ هڪ ڪلاڪ کان وٺي ٻن ڪلاڪن تائين ۽ اڳ ويائيل عورت لاءِ وڌ ۾ وڌ اڌ ڪلاڪ تائين هوندو آهي. ٻار جڏهن ٻِهڻ مان نڪري اچي مادري رستي ۾ پوندو آهي ته ماءُ قدرتي طرح ٻار جي ڀراءَ (دٻاءَ) پوڻ سان هيٺ زور لائيندي آهي، جيڪو زور ماءُ جي تابعدار مشڪن (Volumntary Muscles) جي ڪري ممڪن ٿيندو آهي، ٻئي مرحلي ۾ به ٻچي دانيءَ جي ڪوئجڻ جو سلسلو هليو ايندو آهي، جيڪو پهرئين مرحلي کان وڌيڪ زبرو (طاقتور) ۽ هر هر ٿيندو آهي، جنهنڪري سور تڪا، تيز ۽ زور ڀريا (زبرا) ۽ گهڻو وقت هلن ٿا. ان سان گڏ تابعدار مشڪن جي تاندورن جي ڪوئجڻ جو عمل به هلندو ۽ وڌندو رهي ٿو. ان جي نتيجي ۾ ٻار جي هيٺ ڌڪجڻ جو عمل به جاري رهندو آهي، مٿان وري ڀيري ڀيري سان تيز ۽ زبرا سور ايرڻ جي ڪري قدرتي طرح ماءُ پنهنجو ساهه گهٽي پنهنجي پيٽ جي تابعدار مشڪن جي تاندورن کي ڪوئي جيترو ٿي سگهندو آهي، اوترو ڀيرڻ، ٻِهڻ ۽ مادري رستي (يعني مک جنمي عضون) تي زور لائيندي آهي، جنهن ڪري جنمي عضون تي اهڙو داٻ پوندو آهي، جو آخر ۾ ٻار مادري رستي کان ٻاهر (اوڳاڇجي) نڪرندو آهي، هتي ويم جو ٻيو مرحلو پورو ٿيندو آهي.

(3) اَورَ (چر Placenta) جو نڪرڻ: هي مرحلو ٻئي مرحلي جي ختم ٿيڻ کان پوءِ اڌ ڪلاڪ تائين قائم هوندو آهي. اَورَ پاڻهي نڪري يا هٿ سان ڌڪي گهٽجي، اهو حالتن تي ميسر آهي. ٻار جي ڄمي پوڻ کان پوءِ به ڀيرڻ جي هر هر ڪوئجڻ جو عمل جاري رهندو آهي، جنهن ڪري اَورَ ڌڪجي اچي مادري رستي ۾ پوندو آهي، جيڪا پيٽ تي (دن کان) هيٺ زور ڏيڻ سان مادري رستي کان ٻاهر نڪريو اچي، جنهن سان گڏ اَورَ جي ٽٽل نلين جو رت، پشمي پاڻي Liquor Amnii، پشمي رت جا ٽڪر اِرگر ۽ ٻيو ڪن ڦٽ به نڪري ايندو آهي. هي مرحلو عورت لاءِ ڏاڍو نازڪ هوندو آهي، تنهنڪري ٻار پويان اَورَ جو جلدي ۽ سلامت نڪرڻ ۾ عورت جي ڀلائي آهي، ٻيءَ صورت ۾ عورت لاءِ ڪوڙ مونجهارا (Complications) پيدا ٿيندا آهن، جنهنڪري عورت جي زندگيءَ کي خطرو به ٿي سگهي ٿو. اَورَ ۽ ٻي ارگر نڪرڻ سان ئي سُٹانجي جو ٽيون مرحلو پنهنجي پڄاڻيءَ کي پهچندو آهي.

(4) مَوٽ ڪائڻ (سُسڻ Retraction) : هي مرحلو ٽئين مرحلي جي ختم ٿيڻ کان پوءِ ان وقت شروع ٿيندو آهي، جڏهن عورت سُٹانجي کان مڪمل آجي ٿي ويندي آهي ۽ سندس سيئي جسماني توڙي مک جنمي عضوا، جن ويم ۾ حصو ورتو آهي، پنهنجي اصلي حالت (Pre-Pregnancy) ۾ اچن ٿا ۽ ماءُ کي ٿڃ (Lactation) لهي ٿي. هن عرصي کي چِلو (Puerperium) به چئبو آهي. هي مرحلو ڇهن کان اٺن هفتن تي ٻڌل هوندو آهي. هن عرصي جي مڪمل ختم ٿيڻ کي عام ٻوليءَ يا دائپي واري ٻوليءَ ۾ 'مٿي ڌوپ' چئبو آهي، ڇوته چِلي جي ختم ٿيڻ تي سُٹانجي واري عورت مٿو ۽ جسم ڌوئي پاڪ صاف ٿيندي آهي. هن عرصي ۾ ڪوڙ ڦيريون گهيريون (تبديليون: Changes) ايندين آهن، جيڪي هيٺ ڏجن ٿيون.

I- **طبعي ڦيرڦار: Physiological Changes)** :

**(الف) نبض (Pulse)** : ويم وقت ماءُ جي نبض معمول کان گهٽ ۽ سُست ڌڪ هڻندي آهي ۽ اهڙي حالت ويم کان پوءِ به ٻه ڏينهن برقرار رهندي آهي. ٽئين ڏينهن آهستي آهستي نبض پنهنجي اصلي حالت ۾ ايندي آهي ۽ معمول مطابق في منٽ ۾ 70 کان 80 ڌڪ هڻندي آهي.

**(ب) گرمي پد Temprature**: ويم دوران جسماني گرميءَ جو پد گهٽجي ويندو آهي، جيڪو 24 ڪلاڪن اندر معمول مطابق قدرتي پد 98.04°F يعني 36.9°C سينٽي گريڊ تي وڃي بيهندو آهي.

**(ٻ) هيموگلوبن (Hemoglobin)** : ويم دوران (ويم شرط) رت مان هيموگلوبن جو مقدار گهٽجي ويندو آهي، جيڪو ويم جي پنجين يا ڇهين ڏينهن کانپوءِ آهستي آهستي پنهنجي قدرتي مقدار (13.6 کان 15 في ملي گرام) تي اچي بيهندو آهي.

**(ڀ) رت جا اڇا جزا (Leucocyte/ WBC)** : رت جا اڇا جزا ويم دوران سدائين وڌي ويندا آهن، سي آهستي آهستي پنهنجي قدرتي مقدار (4000 کان 11000 جي وچ ۾ في سينٽي ميٽر) تي اچي بيهندا آهن.

**(ت) پليٽيليٽس (Platelates)** : پليٽيليٽس هفتي کان پوءِ پنهنجي قدرتي مقدار (150,000 کان 400,000 في ڪيوبڪ ملي ميٽر) تي پهچندا آهن.

**(II) ڀيرڻ / ٻچي دانيءَ ۾ ڦيرڦار (Changes in Uterus)**:

**(الف) ڀيرڻ جو سُسي پنهنجي اصلي حالت ۾ اچڻ (Involuton)** : عورت جي ڳورهاري ٿيڻ کان وٺي هٿ پير لهڻ تائين ٻچي دانيءَ ۾ ٻار توڙي خود ٻچي دانيءَ ۾ ڪوڙ ساري ڦيرگهير ايندي آهي. ويم جي بنهه آخري ڏينهن ۾ (سنيارن کان اڳ) ۾ ڳرڀ وتي ٻچيداني (Gravidutrus) دن وٽ بيٺل هوندي آهي ۽ ان جو وزن هڪ هزار گرام تائين پهچي ويندو

آهي ۽ ٻار ڄڻجڻ کان پوءِ وري پنهنجي قدرتي وزن سٺ گرام تائين پهچندو آهي. ڳيرڻ ٻار اوڳاڇڻ کانپوءِ نهائينءَ جي اڳئين جوڙ (Symphysispubis) کان 5 انچ مٿان اچي بيهندي آهي ۽ چوويهن ڪلاڪ روزانو اڌ انچ سُسندي (مڙندي) ويندي آهي. ڇهن هفتن اندر سسي پنهنجي اصلي حالت ۾ ڪُڙهه (Pelvis) ۾ اچي بيهندي آهي، ان وقت ان جي ڊيگهه 5 کان 8 سينٽي ميٽر (يعني 2 کان 3 انچ) هوندي آهي ۽ وزن 30 کان 60 گرام (يعني 1 کان 2 آئونس) هوندو آهي.

**(III) جنمي عضون جو سُسڻ (Retraction of Reproductive Organs):** ٻار جي ڄمي پوڻ کان پوءِ ويائيل عورت جا سيئي جنمي عضوا، جيڪي ويم ۾ شامل هوندا آهن، خاص طور ڳڀڻ ۽ شرم گاهه (مادري رستو) پڻ آهستي آهستي ٽن ڇئن هفتن ۾ پنهنجي اصلي حالت (بناوت) ڏي موٽندا آهن. پر ڳڀڻ ۽ شرم گاهه ويم کان پوءِ پنهنجي اصلي حالت (Non Gravid State) جهڙا مضبوط نه رهندا آهن؛ پر هر ٻار ڄڻڻ کان پوءِ انهن جي مشڪن، پتين ۽ تهن ۾ ڊرائپ ايندي ويندي آهي ۽ اهي ڪنوارپ واري حالت (Virginal State) نه رهندا آهن. ائين نه رڳو جنمي عضوا ڍرا ٿي پوندا آهن، پر هر ٻار بعد عورت جو پيٽ ڇَهه (Peritoneum) اڳهي ويندو آهي، ان ڪري سندس پيٽ ڇُڙڪي ٻاهر نڪري پوندو آهي.

**(IV) ڇلي جورت (اَرگر: Lochia):** سُئانجي کانپوءِ عورت جي شرم گاهه مان جيڪو رت ايندو آهي، ان کي 'ڇلي جورت' چئبو آهي. جيڪو نج رت يا حيض جي رت جهڙو نه هوندو آهي، پر هن رت ۾ گهڻن قسمن جو ڳيرڻ جي تَتل رت جي ناڙين جو رت ۽ پردا شامل هوندا آهن. تنهن کان سواءِ پشمي پردا ۽ پشمي پاٽي، ڪجهه رطوبتون، ڳڀڻ جي ڳلٽين (غدودن) مان رسندڙ سٽيو لعاب، رت جا اڇا جزا (Leukocytes) ۽ ڪيتري قسم جا مئل ۽ جيئرا جيوڙا هوندا آهن. ڇلي جو رت هڪ اندازي مطابق جملي 18 کان 36 آئونسن (يعني 540 گرامن کان 1080 گرامن) تائين وهندو آهي، جيڪو ٻن کان ٽن هفتن تائين آهستي آهستي (يا ڪڏهن ڇُلڪي سان) وهندو رهندو آهي. پهرين ٻن کان ڇئن ڏينهن تائين اَرگر جو رنگ ڳاڙهو هوندو آهي، جنهن کي Lochia Rubra چئبو آهي. پنجن کان ستن ڏينهن تائين ارگر جو رنگ ڦِڪو هوندو آهي، جنهن کي (Lochia Serosa) چئبو آهي، جڏهن ته ان ڏينهن کان مٿي آخر تائين ارگر جو رنگ اڇاڻ (سٽپ وانگي) مائل ٿي ويندو آهي، جنهن کي Lochia Alba چئبو آهي.

عام طرح سان ارگر جي بوءِ رت جهڙي هوندي آهي، پر ان مان جيڪڏهن ڪا ڪني بوءِ اچي ته اها روڳ (Infection/ Sepsis) جي نشاني آهي، ان کان سواءِ عام ڇلي جورت جڏهن ڪپڙي تي داغ ڪندو آهي ته اهو ڪپڙي جي وچ ۾ ڳاڙهي داغ جي صورت وٺندو آهي ۽ ڪپڙي جي پاسي ۾ پکڙي هلڪي رنگ جو داغ ڪندو آهي، پر روڳي ڇلي جورت ڪپڙي جي وچ ۾ هلڪي ڳاڙهي رنگ جو ۽ ڪپڙي جي ڪنارن کان ڇهج ڳاڙهي رنگ جو هوندو آهي.

**(V) ٿڃ پوڻ (Lactation):** عام طرح سان ٿڃ جي ٺهڻ جو عمل ان وقت کان شروع ٿئي ٿو جنهن وقت ڪچو ٻار (Foetus) ماءُ جي پيٽ ۾ اچا سورهن هفتن (چئن مهينن) جو هوندو آهي، پر ٿڃ پوڻ جو اصل مرحلو عورت جي هٿ پير لهڻ کان پوءِ ڇلي جي وقت شروع ٿيڻ سان گڏ ٿيندو آهي، جيڪو گهڻو ڪري سُئانجي جي ٻئي ٽئين ڏينهن ماءُ جي ڇاتين کي ٻار جي لاڳيتو چڙڙ (Sucking) ڏيڻ سان شروع ٿيندو آهي. شروع ۾ ٻه ٽي ڏينهن ٿڃ ڇڊي هوندي آهي، جنهن کي دائيپي جي ٻوليءَ ۾ 'ڪُنگهڙو' (Colostrum) چئبو آهي، ڇڊيءَ ٿڃ جو رنگ ڦڪاڻ مائل هوندو آهي، ڪنگهڙي ۾ تمام گهڻي پروٽين (Protein) ۽ بيمارين کان بچاءَ جا مادا به هوندا آهن. جيئن جيئن ٻار ٿڃ ڌائيندو ويندو ته اها مقدار ۾ گهڻي ۽ اڇي رنگ جي پختي ٿيندي ويندي.

**(ب) ويم / سئانجي جا آثار (Labour Phenomena):**

(1) ڳورهاري عورت کان پڇا ڪجي ته سندس ڳيرڻ (ٻچي داني: Uterus) رکي رکي لاڳيتو ڪوئجي (Contraction) ٿي يا نه. رکي رکي ڳيرڻ جو ڪوئجڻ ويم جا پختا آثار آهن. ڳيرڻ جي ڪوئجڻ سان سيني جنمي عضون ۾ ويم لاءِ ڦيرقار (Changes) جو آغاز ٿيندو آهي. ٻچي دانيءَ جو ڪوئجڻ اصل ۾ ويم جا سور (سنياورن Labour Pain) آهن. پر جيڪڏهن ٻچي دانيءَ جي ڪوئجڻ سان ان ۾ سور نه ٿو ٿئي ته پوءِ سمجهبو ته ويم اجا پري آهي.

(2) پهريات عورت ۾ ٻار جو مٿو ٻه ٽي هفتا اڳ ئي ڪُڙهه (Pelvic) ۾ اچي بيهندو آهي، جيڪا پهريات عورت لاءِ ويم جي شروعات سمجهي ويندي آهي.

(3) اڳي ويائيل عورت ۾ ڳيرڻ جي ڪوئجڻ کان پوءِ ٻار جو مٿو اچي ڪُڙهه ۾ پوندو آهي، جيڪا ويائيل عورت لاءِ ويم جي شروعات سمجهي ويندي آهي.

(4) پورن ڏينهن ۾ ڊاڪٽر، ڊاڪٽرياڻي، نرس يا دائي جيڪو به ويم ڪرائي ته سئانجي جي سنياورن شروع ٿيڻ سان ڳورهاري (ويم ٿيندڙ) عورت جي ڳڀڻ (Cervix) جي چڪاس ڪري ڏسي ته ڪليل ته ڪانهي، جي ڪليل آهي ته ڪيتري ڪليل آهي. اڳي ويائيل عورتن ۾ گهڻي ڀاڱي ڳڀڻ جي ويڪر يا ڪُلَ هڪ کان ٻن آڱرين جيتري هوندي آهي، پر جيڪڏهن ان کان وڌيڪ ويڪر يا ڪُل هجي ته سمجهڻ گهرجي ته اهي ويم جا آثار آهن. جڏهن ته پهريات عورت ۾ رواجي طرح سان ڪُل ويم جي سورن کان پوءِ ٿيندي آهي، پهريات عورت ۾ اها ڪُل پنجن آڱرين جيتري ٿئي ته سمجهڻ گهرجي ته هاڻي ويم جي شروعات آهي.

ڪجهه عرصو اڳ جڏهن سنڌ جي شهرن ۽ ٻهراڙين ۾ دائيپي جو رواج عام هو ته سئانجو داين جي ذريعي ٿيندو هو ته ان زماني ۾ اهڙيون هوشيار دايون به هيون، جيڪي ڳورهاري عورت جي پيٽ تي هٿ ڦيري ۽ جنمي عضون جي آثارن مان ٻار جي ڏيکاري (Presentation) سمجهي وينديون هيون. ڪنهن به غلط يا منجهيل ڏيکاريءَ کي Vertex Presentation ۾

درست آٿي بيهاريندين هيون. ان کان سواءِ ڳڀڻ جي ويڪر/ڪُل ڏسي سمجهي ويندين هيون ته ويم ڪيترو پري آهي يا ڪيتري دير ۾ ٿيندو، نه رڳو ايترو، پر ڪُل مان سمجهي ويندين هيون ته عورت پهريات آهي يا نه. جي اڳ ويائيل عورت آهي ته هن پهريان ڪيترا ٻار ڄڻيا آهن. ان جي به ڪين ڄاڻ پوندي هئي.

(5) سنيارون شروع ٿيڻ کان به چار ڏينهن اڳ ۾ ڳڀڻ جي گلٽين (غدودن Glands) مان ليسدار (سنگهه جهڙي) وَٽُ جهڙو لعاب (Mucus) پيو رسندو آهي، جنهنڪري ڳڀڻ ۽ مادري رستي جون مشڪون نرم ٿينديون آهن، جنهن سان ڳڀڻ سان گڏ مادري رستي جي ڪُل آسان ٿي پوندي آهي. ان ڪان سواءِ ڳڀڻ ۽ مادري رستي جي سٽيپي ٿيڻ سان ٻار جي نڪرڻ ۾ آساني ٿيندي آهي، هن سٽيي ڳاڙي کي عام دائپي جي ٻوليءَ ۾ 'ناڙا پوڻ' چئبو آهي. 'هي ناڙا' تيستائين پوندا رهندا آهن، جيستائين ٻار ڄمي نه ٿو.

(6) سورن دوران جنهن وقت ٻار جو مٿو ڳڀڻ ۾ ڪتل نظر اچي ته ائين سمجهڻ گهرجي ته اها ٻار جي چوٽڻ ڏيکاري (Vertex Presentation) آهي، جنهن جو مطلب ته ٻار پنهنجي درست قدرتي ڏيکاريءَ جي حالت ۾ ڄمڻ وارو آهي.

**(ب) سئانجي جي سورن جا قسم Types of Labour Pain:** ويم جا سور ٻن قسمن جا ٿين ٿا، هڪ سچا سور (Real Pain) ۽ ٻيا ڪوڙا سور (False Pain)، ٻنهي قسمن جي سورن جون علامتون هيٺ ڏجن ٿيون:

**(1) سچا سور (Real Pain):**

(I) سچن سورن جي شروعات پيٽ جي پوئين پاسي چيلهه (Loin) کان ٿيندي آهي، جيڪو سور هيٺ پيٽ ڏي ۽ سٿرن تي لهي ايندو آهي.

(II) پهريون سور جُبلي (Spasm) سان ٿيندو ۽ هڪ کان ٻن منٽن تائين قائم رهندو، ڪلاڪ ڪن رڪي ٻيو سور ٿيندو، جيڪو ٽن کان پنج منٽ قائم رهندو، هاڻي ٽيون پيرو سور اڌ ڪلاڪ يا ويهن منٽن اندر ٿيندو، جيڪو ڏهه منٽ يا مٿي هلندو آهي، جيئن جيئن ويم ويجهو ايندو ويندو، تيئن تيئن سور تڪڙا ٿيندا ۽ انهن ۾ وچوٽي گهٽ ٿيندي ويندي ۽ سور ڏگهارا ٿيندا ويندا (يعني هر اپريل سور اڳئين سور کان گهڻو وقت هلندو رهندو. جڏهن ٻار ڄمڻ جي ويجهو هوندو ۽ ڳڀڻ جي منهن ۾ اچي پوندو ته سور وڌيڪ تڪڙا ۽ زوردار ٿيندا آهن. ويم جا سچا سور لاڳيتو نه ٿيندا آهن، پر جيئن جيئن ٻچي داني ڪوئبي آهي ته ان ڪوئجڻ سان گڏ اپرندا آهن. ويم جي سچن سورن جي ٿيڻ ۽ قائم رهڻ جو دارومدا ڳيرڻ جي ڪوئجڻ سان سلهاڙيل آهي. اهو به ياد رکڻ کپي ته ويم جا سچا سُور رکي رکي جلبي (Spasm) سان ٿيندا آهن. لاڳيتا رڳوان وقت قائم هوندا آهن، جنهن وقت ٻار جو مٿو ڳڀڻ ۾ ڪتل هوندو آهي.

(III) سچن سورن جي حالت ۾ ڳيرڻ سخت ٿي ويندي آهي.

(IV) سچن سورن جي حالت ۾ مادري رستي کان ڳڀڻ جي سٽيپي (لسيدار) غدودن جو لعاب پيو هلندو آهي، جنهن کي دائپي جي ٻوليءَ ۾ 'ناڙا پوڻ' چئبو آهي، جڏهن ته ميڊيڪل جي ٻوليءَ ۾ Show چئبو آهي.

(V) سچن سورن وقت ڊوش ڪرڻ (Enema) يا نشي جي سئي مارفين (Morphine) هڻڻ سان سور لهندو ڪونهي، پر ڊوش (Enema) ڪرڻ سان ويم ۾ آساني ٿيندي آهي.

**(2) ڪوڙا سور False Pain:**

(I) ڪوڙا سور پيٽ جي هيٺئين پاسي (دن کان هيٺ يا دن جي ارد گرد) ٿيندا آهن.

(II) ڪوڙا سور لاڳيتا بيٺا هوندا آهن.

(III) ڪوڙن سورن جي حالت ۾ ڳيرڻ سخت ڪا نه ٿيندي آهي.

(IV) ڪوڙن سورن جي حالت ۾ مادري رستي کان ڪنهن به قسم جو لعاب يا سٽيپي پاٽيٺ نه ايندي آهي (يعني ناڙا نه پوندا آهن/ Show نه ٿيندو آهي).

(V) ڪوڙن سورن دوران نه ڳڀڻ جي ڪُل ٿيندي آهي، نه ئي مٿي اپري ايندي آهي.

(VI) ڪوڙن سورن دوران ڊوش ڪرڻ سان يا نشي جي سئي هڻڻ سان سور لهي ويندا آهن. ڪوڙن سورن لاءِ چيو ويندو آهي ته اهي جنمي عضون ۾ ريح پرچي وڃڻ ڪري ٿيندا آهن.

**(پ) سُئانجي جا قسم ۽ علامتون Types of Labour Symptoms:**

**(I) هٿرادو ويم (Artificial Labour):** هن قسم جو ويم (Prostagladins) يا (Oxytocin) دوائن وسيلي ڳيرڻ جي ڪوئجڻ جي عمل کي هٿرادو اپاري (Stimulate) تيز ڪبو آهي، جنهن جو گهٽي پاڳي سبب اِنگهيل ويم (ويم ۾ دير ٿيڻ) ڪري ماءُ ۽ ٻار جي زندگيءَ کي بچائڻ يا پلائيءَ لاءِ هٿرادو ڪيو ويندو آهي، هن قسم جي ويم کي هٿرادو پيدا ڪيل ويم (Induced Labour) به چئبو آهي.

**(II) ضعيف ويم (Atonic Labour):** هن قسم جو ويم ڳيرڻ جي ڪمزوريءَ (ضعيفائي) ڪري انگهيل (ڊيگهارو) ٿيندو آهي.

**(III) وچڙيل (منجهيل) Complicate Labour:** هن قسم جي ويم جا گهڻا سبب ٿين ٿا، جيئن ٻار جي ڄمڻ کان اڳ ۾ مادري رستي کان رت (Haemorrhage) اچڻ، ٻار جو مٿو وڏو هجڻ ڪري ڳڀڻ نِهائين / نرن کان ٻاهر نه اچي سگهي ۽ مٿو ڦاسي پوي، جنهن کي Cephlo-Pelvic واري حالت چئبو آهي، نرن (نهائين) جي جوڙن جا هڏا (Symphsis Bones) سوڙها هجن، جنهنڪري ٻار مادري رستي تائين ڳڀڻ مان نڪري ٻهچي نه سگهي يا ٻار جي غلط ڏيکاري (Adverse Presentation) هجڻ ڪري منجهيل صورتحال ۾ هجي، انهن سڀني منجهيل (ڏکين) تڪليفن کي منهن ڏيڻ لاءِ ماءُ ۽ ٻار جي زندگي بچائڻ لاءِ اوزارن (Instruments) وسيلي جهڙو اَمني هُڪ (Amni Hook) يعني ڪُنڍي وسيلي ڳڀڻ جو منهن کولي يا وري جراحيءَ (Surgery) ذريعي (جنهن کي عام ٻوليءَ ۾ سزيرين آپريشن چيو ويندو آهي) ٻار ڄڻائجي.

**(IV) انگهيل (ڍيگهارو) ويم Delayed Labour):** اهڙي قسم جو ويم جنهن ۾ ٻار ڄمڻ ۾ چوويهن ڪلاڪن تائين يا ان ڪان به وڌيڪ وقت لڳي، ڏکيو ۽ منجهيل ويم هجي يا وري ٻار جي ڄمڻ مقرر وقت (چاليهن هفتن) کان به ٽي هفتا وڌيڪ ٿي وڃن ته اهڙي ويم کي انگهيل (ڍيگهارو) ويم چئبو آهي. عام فطري ويم (Normal Labour) کي ڇڏي باقي ٻيا ويم گهڻي ڀاڱي هن قسم جي ويم جي زمري ۾ اچن ٿا:

**(الف) انگهيل ويم جون علامتون Clinical Symptoms):**

(I) لاڳيتا ۽ گهڻي دير سور قائم رهڻ ڪري ڳورهاري عورت وڏي تڪليف ۾ هوندي آهي. منهن جو پنو لهي ويندو اٿس، سندس اکيون ڏرا ڏئي وينديون آهن. ويم ۾ دير ٿيڻ ڪري عورت جي ذهن ۾ ڪيترا وسوسا ٿيندا آهن، جن جي ڪري عورت اداس ٿي ڪومائجي ويندي آهي. ڪيترين عورتن کي ته اچي موت جو فڪر ٿيندو آهي. هن حالت ۾ ڳورهاري عورت کي آٿت ڏيڻ جي تمام گهڻي ضرورت هوندي آهي.

(II) جيڪڏهن ويم ۾ دير ڪنهن به جنمي عضوي ۾ نقص جي ڪري روڪ (Obstruction) يا بند ٿيڻ (Stenosis)، غير طبعي واڌ (Growth) يا ڪنهن به بيماريءَ ڪري ٿيندي آهي ته ان صورت ۾ سور ٽڪرا ٽڪرا، تکا (تيز) پريشان ڪندڙ ۽ وڌ ۾ وڌ آزاريندڙ ٿيندا آهن، تنهنڪري سور پنهنجي فطري نموني (رکي رکي ٿيڻ) بدران ڪوڙن سورن وانگي لاڳيتا ٿيندا آهن. لاڳيتن سورن جي ڪري عورت کي پيٽ تي اهڙو ڏکو ٿيندو آهي، جو هٿ لائڻ ته پري جي ڳالهه، پر ڪپڙو به سهي نه سگهندي آهي.

(III) انگهيل ويم جي ڪري عورت جي ڳپيرڻ ۾ سوڄ ٿي پوندي آهي، تنهنڪري عورت جي ڳپيرڻ سيٽجي (Contraction) ويندي آهي.

**(ب) انگهيل ويم جا سبب (Aetiology):**

(I) ڳپيرڻ جي ڪوئجڻ جو ناقص عمل.

(II) مادري رستي (Vagina) جو خشڪ هجڻ، جنهن جو سبب ڳهڻ جي غدودن (گلٽين) مان سٽيي لعاب جي اڻاٽ يا پشمي پاڻي گهٽ هجڻ يا مڪمل نه هجڻ، جنهن ڪري مادري رستو خشڪ هجڻ ڪري ويم انگهجي پوندو آهي.

(III) وقت کان اڳ ۾ (يعني ويم جي سنيارن کان اڳ ۾) پشمي ٿيلهي ٽٽي پوي، جنهنڪري سڄو پشمي پاڻي وهي وڃي.

(IV) ڳهڻ جي غدودن/ گلٽين (Glands) جي ناقص عمل ڪري سٽيو لعاب نه نهڻ يا ويم وقت خارج نه ٿيڻ.

(V) نِهائينءَ (Pubis) جا هڏا (جوڙ) (Symphsis Bones) سوڙها هجن.

(VI) ٻار جي غير فطري ڏيکاري Mal Presentation.

(VII). ٻار يا ٻار جو مٿو وڏو هجي.

(VIII) هڪ کان وڌيڪ ٻار هجن.

(IX) اميدواريءَ دوران عورت کي تمام گهڻيون طاقتور دوائون کارائڻ.

(X) ڳورهاري عورت کي ڳپيرڻ تاندورن واري رسولي (Fibroid) ۽ مادري رستي ۾ (روڳي) ڳوڙهو (Tumour) يا وري غير طبعي واڌ جي ڪري ڳپيرڻ، ڳهڻ ۽ مادري رستو بند (Obstruct) ٿي وڃي.

(XI) جنمي عضون (مان ڪنهن به عضوي، ڳپيرڻ، ڳهڻ يا مادري رستي) ۾ ڪينسر (Carcinoma) هجي.

(XII) ڳپيرڻ جو سُن (Uterus Inertia) ٿي وڃڻ.

(XIII) ويم دوران گهڻي مقدار ۾ بيهوش (Anaesthesia) ڪرڻ واري دوا ڏيڻ.

**(5) خشڪ ويم Dry Labour:** هن قسم جو ويم عورت جي هٺ پيرلهڻ جي پهرئين مرحلي (Dilatation) شروع ٿيڻ (Onset) کان اڳ ۾ پشمي پاڻي Amniotic Fluid (Liqour Amni) پشمي پردي / ٿيلهي (Amnion) ڦاٽي سبب ڪري وهي وڃڻ سان ڳپيرڻ کان وٺي مادري رستي تائين خشڪيءَ (سَوڪهڙي) جي ڪري انگهيل ويم ٿئي.

**(6) ڪوڙو ويم False Labour):** هن قسم جي ويم ۾ نه ڳپيرڻ ۾ ڪوئجڻ جو عمل ٿيندو آهي، نه ئي ڳهڻ جي کُل (ويڪري) ٿيندي آهي. هن قسم جي ويم جون اهي سيئي علامتون هونديون آهن، جيڪي مٿي ڪوڙن سورن (False Pain) ۾ ڏنيون ويون آهن. ڪوڙي ويم کي (Mimetic Labour) به چئبو آهي.

**(7) هٿرادو ويم (Induced Labour):** هي ساڳئي قسم جو ويم آهي، جنهن لاءِ مٿي Artificial Labour ۾ تفصيل ڏنا ويا آهن.

**(8) اوزارن وسيلي ويم (Instrumental Labour):** هن قسم جو ويم جراحيءَ جي ذريعي يا وڍ ٽُڪ (Amputation) جي اوزارن سان ان ڪري ڪبو آهي ته جيئن ٻار جي زندگيءَ کي ڪو خطرو نه پهچي ۽ آسانيءَ سان ماءُ جي جنمي عضون مان ٻاهر نڪري اچي (هن قسم جو ويم ٻار جي پلائيءَ لاءِ ڪيو ويندو آهي، جنهن ۾ جراحيءَ ۽ وڍ ٽڪ جا اوزار ڪتب آڻيا آهن).

**(9) ويم جو ٻهانو ڪرڻ / ٻهاني وارو ويم (Mimetic Labour):** هي ساڳئي قسم جو ويم آهي، جنهن لاءِ مٿي (False Labour) تفصيل ڏنا ويا آهن.

**(10) گُتل ويم (Missed Labour):** اهڙي ٻار جو ويم ڪرڻ، جيڪو ڄم جي پورن ڏينهن (280 ڏينهن) کان اڳ ماءُ جي پيٽ ۾ مري ويندو آهي.

**(11) اضافي ويم Multiple Labour):** هڪ ئي وقت ماءُ هڪ کان وڌيڪ ٻارن کي جنم ڏئي.

**(12) عام فطري ويم (Normal Labour):** هن قسم جي ويم جون علامتون اهي آهن، جيڪي مٿي ويم جي مرحلن، آثارن ۽ سچن سورن جي علامتن ۾ ڏنيون ويون آهن.

**(13) ديرينو ويم (Postmature Labour):** هي ساڳئي قسم جو ويم آهي، جنهن لاءِ مٿي Delayed Labour ۾ تفصيل ڏنا ويا آهن.

**(14) ٽَريَل (مهمل) ويم Postpone Labour):** هي ساڳئي قسم جو ويم آهي، جنهن لاءِ مٿي Delayed Labour ۾ تفصيل ڏنا ويا آهن.

**(15) اُتاوَلو (اُٻهرو) ويم (Precipitate Labour):** هن قسم جو ويم وڌ وڌان (Rapidity) ۾ ٿيندو آهي. هي پاڻمرادو ويم ٿيندو آهي، جنهن ۾ ميڊيڪل يا ميڊيڪل جي دوائن جي ضرورت نه ٿيندي آهي. هوڏانهن عورت کي ويم جا سور ٿيا ۽ هتان ٻار آيو.

**(16) ڪَچو (اڻ منڊائتو) ويم (Pre-mature Labour):** هن قسم جو ويم ويهين (Twentieth) ۽ ستٽيهن (Thirty seventh) هفتي جي وچ ۾ مقرر وقت (چاليهن هفتن) کان اڳ ۾ ٿيندو آهي. هن قسم جي ويم ۾ ٻار جي بچڻ جي اميد گهٽ ٿيندي آهي، خاص ڪري ان وقت جڏهن ٻار ڪمزور ڄمي يا جنهن جو وزن 3.2 ڪلوگرام (7 پائونڊن) کان گهٽ هجي.

**(17) پاڻمرادو ويم (Spontaneous Labour):** هن قسم جي ويم ۾ ڪنهن به هٿرادو دوا يا اوزار جي ضرورت نه پوندي آهي. پاڻمرادو قدرتي طرح ويم ٿي ويندو آهي. هن قسم جو ويم گهڻي ڀاڱي گهر ۾ ٿيندو آهي.

**(18) جراحي ويم (Surgical Labour):** هن قسم جي ويم ۾ ٻار يا ماءُ (يا ٻنهي) جي زندگيءَ کي خطرو هجڻ ڪري ٻنهي جي ڀلائيءَ لاءِ جراحيءَ يا اوزارن جو استعمال ڪبو آهي، جنهن لاءِ پشمي پردي (Amnion) کي هٿرادو اَمني هُڪ (ڪُنڍي: Amni Hook) يا ان جهڙي ڪنهن ٻئي اوزار سان ڦاڙي (Punture)، ٻار ڄڻايو (ويم ڪرايو) ويندو آهي. هن قسم جي جراحيءَ کي اَمينائيوٽومي (Amniotomy) يعني جنهن ۾ پشمي پردي کي هٿرادو ڦاڙيو وڃي (Artificial Rupture of Membrane (ARM چيو ويندو آهي.

**سٽلائيٽ** (Satellite: **مصنوعي گرهه**): سٽلائيٽ هڪ اهڙو جسم ٿئي ٿو جيڪو خلا ۾ ڪنهن ٻئي جسم جي چوگرد گردش ڪندو رهي ٿو. زمين کي رڳو هڪڙو گرهه آهي، جنهن کي چنڊ سڏجي ٿو جڏهن ته مصنوعي اپگرهه (satellites) ڪيترائي آهن. مصنوعي اپگرهه انسان جي ايجاد آهي، جيڪي زمين جي مٿاڇري تان راڪيٽ رستي خلا ۾ اماڻيا وڃن ٿا ۽ پوءِ جڏهن گهربل محور ۾ پهچن ٿا ته اتي انهن جي چرپر کي قائم رکيو وڃي ٿو. سوويت يونين 4 آڪٽوبر 1957ع تي پهريون پيرو مصنوعي اپگرهه اسپوتنڪ 1 (Sputnik 1) خلا ۾ اماڻيو. 31 جنوري 1958ع تي آمريڪا پنهنجو پهريون مصنوعي اپگرهه خلا ۾ موڪليو ۽ ان جيڪا معلومات گڏ ڪئي، اها زمين جي چوگرد ڇلي نما ٻن پٽن جي هئي، جن ۾ طاقتور توانائيءَ جا پرقدار پارٽيڪل ڦرندا رهن ٿا. هيءَ an Allen Radiation Belts جي سلسلي ۾ هڪ تمام ڪارائتي ڄاڻ هئي. اڄ ڌرتيءَ جي محور ۾ هزارين مصنوعي اپگرهه گردش ڪندا مختلف قسمن جا ڪم ڪندا رهن ٿا، جهڙوڪ: فون جا پيغام هڪ هنڌان ٻئي هنڌ رسائڻ، ٽي ويءَ جا پروگرام نشر ڪرڻ ۽ موسمن جون خبرون چارون ۽ معلومات گڏ ڪرڻ ۽ ڏيڻ وغيره. خلائي کوجنا جي پهرئين ڏهن سالن دوران سمورا مصنوعي اپگرهه اماڻيندڙ مُلڪ يا ته آمريڪا هو يا روس. جڏهن ته اڄ درجن کان مٿي اهڙا ملڪ آهن، جن وٽ خلا ۾ اپگرهه موڪلڻ لاءِ ٽيهن کان به وڌيڪ اهڙا ماڳ آهن يا اهي ٺاهي رهيا آهن.

مصنوعي اپگرهن کي هيلين پنجن مکيه قسمن ۾ ورهائي سگهجي ٿو: (1) کوجنا (research)، (2) پيغام رسائي (communication)، (3) موسمي جاچ (ceather)، (4) جهازراني (navigational) ۽ (5) اطلاقي (application).

سٽلائيٽ ڪميونيڪشن (satellite communication) ۾ هڪ مصنوعي اپگرهه، عالمي سطح تي پيغام رسائيءَ جي هڪ حصي طور



ڪم ڪري ٿو. 1960ع ۾ ايڪو 1 (Echo 1) پيغام رسائيءَ لاءِ پهريون موڪلجندڙ اپگرهه هو جنهن هيٺئي طريقي سان زمين ڏانهن پئي سگنل موڪليا. پوءِ اهڙا اپگرهه روانا ڪيا ويا، جن سان اليڪٽرانڪ مشينون/ اوزار به لڳل هئا، جيڪي سگنل گڏ ڪندا، انهن کي طاقتور بڻائيندا ۽ ڦيهر نشر ڪري زمين ڏانهن موڪليندا رهيا. 1962ع ۾ اهڙو هڪڙو ريلي-1 (Relay 1) نالي ناسا (National Aeronautical and Space Administration) موڪليو هو ۽ اهو ٽيلي اسٽار-1 (Telestar 1) جو بنياد بڻيو. جيڪو اصل ۾ هڪ تجرباتي اپگرهه هو اهڙا محور، جن کي جيوسنڪرونس (Geosyrichrorious) محور سڏجي ٿو انهن ۾ اپگرهه ڪنهن هنڌ ٽڪيل رهي ٿو، تن جو سڀ کان پهريون پيرو استعمال ناسا جي سنڪام سيريز (Syncom Series) ۽ ارليبرڊ (Earlybird) ڪيو. جنهن کي اڳتي هلي انٽيلسيٽ-1 (Intelsat 1) جو نالو ڏنو ويو اهو دنيا ۾ پيغام رسائيءَ جو پهريون تجارتي اپگرهه هو. 1962ع ۾ آمريڪي ڪانگريس، ڪميونيڪيشنس سٽلائيٽ ايڪٽ (Communication Satellite Act) منظور ڪيو جنهن هيٺ ڪامسيٽ (Communication Satellite Corporation) وجود ۾ آئي. 1964ع ۾ دنيا جي 17 ملڪن ڪامسيٽ ۾ شريڪ ٿي 'انٽيلسيٽ' (International Telecommunication Satellite Consortium) وجود ۾ آندي ته جيئن عالمي سطح تي تجارتي پيغام رسائيءَ جو هڪ ڄار پکيڙي سگهجي، جنهن کي 1974ع ۾ انٽرنيشنل ٽيلي ڪميونيڪيشن سٽلائيٽ آرگنائيزيشن جو نالو ڏنو جيڪو سال 2000ع کان هڪ خانگي اداري طور ڪم ڪري رهيو آهي. انٽيلسيٽ جو هن وقت، جيو سنڪرونس محورن ۾ 28 اپگرهن جو ڄار

پکڙيل آهي، جتان ٿڌي تي سڄي دنيا کي معلومات پهچائي وڃي ٿي.

1979ع ۾ انمارسيٽ (Inmarsat) قائم ٿي، جنهن هيٺ جهازن جي سار سنڀال/ چرپر تي اک رکڻ، لاچاريءَ/ هنگامي حالتن ۾ ۽ سلامتيءَ لاءِ اپگرهن رستي هڪ سرشتو جوڙيو ويو. انمارسيٽ اصل ۾ هڪ بين الحڪومتي تنظيم هئي، جنهن کي انٽرنيشنل مئري ٽائيم سيٽلائيٽ آرگنائيزيشن (International Maritime Satellite Organization) سڏيو ويندو هو. پر اڳتي هلي ان جو نالو مٽائي انٽرنيشنل موبائل سيٽلائيٽ آرگنائيزيشن رکيو ويو تہ جيئن ان جي زميني، هوائي ۽ ڪنهن بہ چرپر دوران بہ رابطن ۾ اهميت کي واضح ڪري سگهجي. 1999ع ۾ اها انمارسيٽ (Inmarsat) نالي هڪ خانگي ڪمپني ٿي وئي. جڏهن تہ انٽرنيشنل موبائل سيٽلائيٽ آرگنائيزيشن، انمارسيٽ جي ڪمن ڪارين تي نظر رکڻ لڳي. هن وقت ان جا استعمال ڪندڙ اهڙا هزارين فرد آهن، جيڪي پرانهن هنڌن تي رهندڙ يا ڪم ڪار ڪندڙ آهن ۽ وٽن رابطي جو ڪو بہ پروسي جوڳو سرشتو موجود نہ آهي. هن وقت انمارسيٽ کي جيو سنڪرونس محورن ۾ 25 اپگرهہ آهن.

انٽيلسيٽ ۽ انمارسيٽ ڪانسواءِ بيا بہ ڪيترائي اپگرهہ موجود آهن، جن مان ڪي خانگي ڪمپنين تہ ڪي حڪومتن جي ملڪيت آهن، جيڪي انفرادي ملڪ ۽ تنظيمون استعمال ڪن ٿيون ۽ تجارتي ۽ فوجي مقصدن لاءِ ڪتب اچن ٿا. اپگرهن جو هڪ اهڙو نئون نسل بہ وجود ۾ اچي رهيو آهي، جن کي ڊاريڪٽ براڊڪاسٽ سيٽلائيٽ (direct-broadcast satellites) سڏجي ٿو. جيڪي نندن گهرن ۾ لڳل اينٽينائن کي سنئون سڌو سگنل پهچائين ٿا. بلڪل ائين جيئن ڪيبل رستي سگنل مهيا ڪيا وڃن ٿا.

پاڪستان پنهنجو پهريون ڪميونيڪيشن سيٽلائيٽ، پاڪستان-IR (Pakistan- IR) 14 آگسٽ 2011ع تي چين جي سيٽلائيٽ ويڪل رستي زنچانگ لانچ سينٽر (Xinchang Launch Centre) تان خلا ۾ روانو ڪيو. جنهن ۾ ڪل 30 ٽرامسپانڊر (Tranmsponders) سي بئنڊ (C- Band) ۽ 18 ڪو بئنڊ (Ku-band) هئا. اهو اپگرهہ جيو اسٽيشنريءَ جي 380E محور ۾ 36000 ڪ. م مٿي چاڙهيو ويو. جنهن اڳ ۾ موجود پاڪستان- I جي جاءِ تي ڪم ڪرڻ شروع ڪيو.

پاڪستان - IR، 15 سالن تائين ڪم ڪندو رهندو ۽ ان عرصي دوران ڊجيٽل ٽي. ويءَ جا پروگرام براڊ بينڊ انٽرنيٽ، رورل ٽيليفون، ايمرجنسي ڪميونيڪيشن، ٽيلي ايجوڪيشن ۽ ٽيلي ميڊيسن جهڙا پروگرام موڪليندو رهندو. هن اپگرهہ رستي پاڪستان ۾ سيني هنڌن تي رابطي جون سهولتون موجود ٿي سگهيون آهن.

ان ڪانسواءِ پاڪسيٽ-IR (Paksat-IR) ۽ پاڪستان ريموٽ سينسنگ سيٽلائيٽ (Pakistan Remote Sensing Satelite / PRSS) جنهن کي ريموٽ سينسنگ سيٽلائيٽ سسٽم جي نالي سان بہ سڏجي ٿو جهڙا بہ اپگرهہ سال 2014ع ۾، خلا ۾ چاڙهيا ويندا. اهي اپگرهہ چين جي فني ۽ مالي سهڪار سان تيار ڪيا ويا آهن.

16 جولاءِ 1990ع ۾ پاڪستان جو پنهنجو تيار ڪيل هڪ اپگرهہ بدر- اي (Badar-A)، چين جي زيچانگ لانچ سينٽر تان راڪيٽ رستي بيضوي محور ۾ اماڻيو ويو هو جنهن جو وزن 150 پائونڊ هو هن اپگرهہ خلا ۾ ڪاميابيءَ سان پنهنجو مدو پورو ڪيو.

پاڪستان جو هڪ اهڙو ٻيو اپگرهہ بدر- بي (Badar-B) مشاهدو ڪندڙ اپگرهہ هو. جيڪو ڊسمبر 2001ع ۾ زينت -2 (Zenit-2) راڪيٽ رستي ڪازخستان جي بيڪنر ڪاسموڊروم (Baiknur Cosmodrome) تان چاڙهيو ويو هو جنهن جي ڊزائين انگلنڊ جي هڪ ڪمپنيءَ 'اسپيس انويشن لميٽيڊ' تيار ڪئي هئي.

پاڪستان-I پاڪستان جو پهريون جيو اسٽيشنري اپگرهہ هو. جيڪو اصل ۾ پلاپا سي-1 (Palapa C-1) هو ۽ 1996ع ۾ انڊونيشيا لاءِ خلا ۾ چاڙهيو ويو هو. منجهس اليڪٽراني نقص پيدا ٿيڻ ڪانپوءِ اناٽوليا -1 (Anatolia-1) جي نالي سان سڏجڻ لڳو ۽ سال 2002ع ۾ وري ان جو نالو مٽائي پاڪسيٽ-1 رکيو ويو. ان جي اصل ۾ ڊزائن بوئنگ (Boeings) ڪمپنيءَ تيار ڪئي هئي.

**سٽلبئنڪ جوزف/ سالبئنڪ جوزف:** هي هڪ مشهور انگريز سيلاني ٿي گذريو آهي. 1609ع ۾ ايران ۽ ترڪي گهمندو اچي سنڌ ۾ داخل ٿيو. ان دؤر ۾ هندستان وانگر سنڌ تي بہ مغلن جو راڄ هو. جوزف هڪ ذهين سياح طور سنڌ جي هر هڪ شيءِ جو مطالعو ڪيو. مختلف شهرن ۽ اتي جي عوام ۽ پيدائش بابت حال احوال لکيائين. روهڙيءَ بابت لکي ٿو تہ: "هارين ۽ ڏکويلن جو شهر آهي، جيڪي واپار ۾ رُڌل رهن ٿا. سوٽي ڪپڙي، نيرَ ۽ ٻئي تجارتي مال جو واپار ڪن ٿا. ملڻ جلڻ ۾ ڀلا آهن. درياهہ جي ٻئي طرف ٻيڙا بيٺل آهن، جن تي پنجاهہ کان سٺ ٽن بار لڏيل آهي. هي ٻيڙا هندستان جي ڪنڊ ڪڙڇ ۾ ويندا." هو سکر بابت راءِ رکي ٿو تہ "هتي گهٽي آبادي ڪورين ۽ رنگريزن جي آهي." جوزف وڌيڪ لکي ٿو تہ: "سنڌ ملڪ ۾ شيون گهٽي انداز ۾ ۽ سستن اگهن تي ملن ٿيون. انهن ۾ اوچو سوٽي ڪپڙو، عاليشان پٽرائيون، غاليچا ۽ ريشم جو ٻيو سامان آهي. بئنٽر ۽ ماليوڪس ۾ انهن شين مان ڪيترن ئي شين جو ڏاڍو سٺو واپار هلي سگهي ٿو. ان ڪانسواءِ هتي آفيم جا بہ وڏا ذخيرا آهن ۽ بئنٽم توڙي ٻين حصن ۾ بہ ان جي وڏي طلب آهي. هت ٺهندڙ ٻيون دوائون بہ اسان جي ملڪ ۾ مقبول ٿي سگهن ٿيون. هتي جا ماڻهو ڏاڍا ڀلا آهن ۽ واپار ۾ وڏي دلچسپي رکن ٿا." جوزف جي وڌيڪ راءِ هئي تہ، "سنڌو درياهہ ۾ چاليهہ پنجاهہ ٽن وزن کڻڻ جهڙا ٻيڙا هر وقت تيار رهن ٿا. اهي واپاري مال نہ رڳو هندستان، پر دنيا جي ٻين علائقن ڏانهن بہ کڻي وڃن ٿا. سٽلبئنڪ جوزف جو سنڌ متعلق لکيل مواد ڊاڪٽر ايچ. ٽي. سورلي ۽ ڊاڪٽر ايس. پي. چبلاڻيءَ پنهنجن ڪتابن ۾ سٺي طريقي سان ڪتب آندو آهي. سنڌ جي ناميارِي مؤرخ دادا سنڌي پنهنجي ڪتاب 'سنڌ گهمندڙ سيلاني'، (سنڌي ادبي بورڊ: 2009ع) ۾ جوزف جي ڪتاب مان اڻ سڌيءَ طرح حوالا ڏنا آهن، جنهنڪري پاڻ اسان تائين درست ڄاڻ پهچائي نہ سگهيو آهي.

**سئمانو** (ديهه): هي تعلقي ڏوڪري ضلعي لاڙڪاڻي جي هڪ ديهه آهي، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

عبدالصمد تنيو، ڪنڊر سهرو عرف ڏاتو سهرو، ڊورائي سهرو، جهنڊو سهرو، ميان اسحاق ڪوهارو، رمضان سهرو عرف ڊوراني، عباس هُليي جا گهر ۽ سومر ستائي.

**سَئنِکيو** (Arsenic/ Arsenicum): سئنکيو خاڪي/ پوري ناسي رنگ (Gray Colour) جو ڌاتوءَ سان مشابهت رکندڙ عنصر (Metalled Element) ٿئي ٿو. جيڪو لَسو ۽ پُرٽو پر سخت (ڳرو) ٿئي ٿو. هي ٿومَ جي بوءِ جهڙو ۽ بي سواد، پر نهايت زهريلو ٿئي ٿو. سئنکيي جو ڪيميائي نشان AS آهي ۽ ايٽمي نمبر 33 ٿئي ٿو. جنهن جو (ڪيميائي) وزن 74.922 ۽ خاص ڳراڻ (گهاٽاڻ- Specific Gravity) 5.73 آهي، جڏهن ته باهه تي ڳرڻ (M.P) جو درجو 817c° آهي. هي زهريلو ڪيميائي مادو/ عنصر انسان تي هيٺين ٽن طريقن سان پنهنجا زهريلا اثر ڇڏي ٿو:

(1) Indigestion: سئنکيو ڪاڌي ۾ کائڻ سان ڏاڍو تکڙو اثر (Acute Poisonous Effects) ڪري ٿو. سرنهن جي داڻي جيترو ڪچو سئنکيو پيٽ ۾ وڃڻ سان بنا دير جي چمڙيءَ تي ڳاڙهيون باهه وانگر ساڙيندڙ ڦرڙيون (Erthematous Skin Eruption) نڪري پونديون آهن. الٽي ٿيندي آهي، جنهن مان ٿوم جهڙي بوءِ ايندي آهي، پيٽ ۾ زوردار سُور (Colic) ٿيندو آهي ۽ دست ٿي پوندا آهن. جڏهن سئنکيي جي زهر جو مريض (ماڻهو) تي گهڻو اثر ٿيندو آهي ته مريض جون اکيون، خاص ڪري پنبڻيون (Eye Lids) ۽ هٿ پير سُجي پوندا آهن. مشڪن ۾ پيڙا وارو زوردار سُور پوندو آهي، مشڪون زهر جي زوردار اثر ڪري آڪڙجي سخت ٿي وينديون آهن ۽ آخر ۾ مريض کي دستن ۾ پيٽان تمام گهڻو رت (Haemorrhage) ايندو آهي، جنهن جو رنگ ڳاڙهو چلڪندڙ هوندو آهي، پر جيڪڏهن ڪاري رنگ جو ايندو آهي ته ان ۾ ڊونڊ جهڙي بدبوءِ هوندي آهي.

هن سڄي پريشانيءَ واريءَ حالت دوران مريض جي اندر ۾ ڏاڍي باهه هوندي آهي، مريض جيڪو ساهه ٻاهر ڪڍندو آهي، اهو گرم به هوندو آهي ته ان ۾ ٿوم جهڙي بوءِ به هوندي آهي. ڪيس لوچ پوچ ۽ بيقراري ايتري هوندي آهي، جو مريض جايون پيو مٽائيندو آهي. ڪيس پاڻيءَ جي گهڻي تاس/ اُڃ لڳندي آهي، جنهنڪري هر هر ٿورو ٿورو ايترو پاڻي پيئندو آهي، جو نڙي آلي/ سائي ٿئي. جيڪڏهن سئنکيو کائڻ جي اڌ ڪلاڪ اندر معدو صاف ڪري سئنکيو ڪڍي ڇڏجي ته مريض بچي پوندو آهي، ٻيءَ صورت ۾ پيٽان گهڻي رت اچڻ ڪري، هڪ پاسي رت جي گهٽتائيءَ (Anemia) جي ڪري ۽ ٻئي پاسي سئنکيي جي زهر جي اثر ڪري جيري (Liver) جي اوجن (Tissues) ۾ تباهي ايندي آهي، جنهنڪري جيرو پنهنجو ڪم ڪرڻ ڇڏي ڏيندو آهي، تنهنڪري دل تائين رت جي رسد بند ٿي وڃڻ ڪري دل پنهنجو ڪم ڪرڻ ڇڏي ڏيندي آهي، نتيجي طور ٻنهي صورتن ۾ مريض زندگيءَ جي راند هارائي ويهندو آهي.

علم زهريات (Toxicology) جي ماهرن مطابق سئنکيو دنيا جو واحد زهريلو عنصر (Element) آهي، جيڪو گهڻي عرصي تائين مرڻ کان پوءِ به مريض جي هڏن ۾ موجود رهي ٿو. هي مردي جي ران جي هڏي (Femur) ۾ 80 کان 90 سالن تائين محفوظ رهي ٿو. انهيءَ کان پوءِ سئنکيو آهستي آهستي مُردي جي هڏي کي ڳاري ڇڏيندو آهي.

(2) In: ٿوري مقدار ۾ سئنکيو روزانو سنگهڻ سان گهڻي عرصي کان پوءِ اثر ڪرڻ وارو زهر (Chronic Poison) ثابت ٿيندو آهي. هن قسم سان جڏهن سئنکيي جو زهر اثر شروع ڪندو آهي ته ڦهريائين چمڙيءَ تي ڳاڙها ڊبڙ (Rashes) نُهي بيهندا آهن، جن تي آهستي آهستي ڇلر (Scales) ڄمندا آهن، اڳتي هلي هٿن پيرن جون ترين ٿلهيون ٿي (Hyperkeratosis) وينديون آهن، هٿن پيرن جي نَهن تي ترڇا اڇا نشان (White Transverse Spots Meeslines) نهي بيهندا آهن. مٿي ۾ بيقرار ڪندڙ سُور ٿيندو آهي، لونڊڙين ۾ عصبي (تنتي-Neuropathy) سُور ٿيندو آهي. سئنکيي سنگهڻ جو سلسلو گهڻي عرصي تائين جاري رهڻ سان هڪ ڏينهن ماڻهو بيهوش ٿي صدمي (Shock) ۾ هليو ويندو آهي، جنهنڪري ماڻهو مري به سگهي ٿو. هن قسم ۾ سئنکيو اهڙن ماڻهن لاءِ زهر بڻبو آهي، جتي دواساز ڪارخانن (Pharmaceutical Industries) ۾ سئنکيي مان دوائون ٺاهيون وينديون آهن، يا وري شيشي ٺاهڻ جي ڪارخانن (Glass Industries) ۾ ڪم ڪندڙ ماهرن ۽ مزدورن کي ڪم ڪرڻ دوران سئنکيي جو ٻورو يا بوءِ هر وقت ساهه ۾ اندر هلي ويندي آهي.

(3) Water Bone: جيڪڏهن سئنکيو پاڻيءَ / ٻڙين شين ۾ پيتو ويو هجي ته هيءَ مريض ۾ زهر جون اهي ساڳيون علامتون پيدا ڪندو آهي، جيڪي مٿي نمبر 1 تي سئنکيو ڪاڌي ۾ کائڻ (Indigestion) طور ڏنيون ويون آهن. نه رڳو ايترو پر نتيجو به ساڳيو نڪرندو آهي.

سنڌ ۾ قدرتي طرح گهڻي پاڻي ۽ گهڻي مقدار ۾ جَرَ جي پاڻيءَ (Ground Water) ۾ سئنکيي جو عنصر شامل آهي، جنهنڪري سنڌ جا ماڻهو چمڙيءَ جي بيمارين، پيٽ جي بيمارين، رت جي خرابيءَ ۽ جيري جي گهڻين مهلڪ بيمارين ۾ ورتل هوندا آهن. جڏهن ته عورتون زنانين بيمارين خاص ڪري حيض جي خرابيءَ ۾ ورتل هونديون آهن.

**سئنيما** (Cinema): سئنيما انگريزي ٻوليءَ جو لفظ آهي، جنهن جي معنيٰ آهي 'تصوير گهر'. هي لفظ 'سينماٽوگراف' مان نڪتل آهي، جنهن جي معنيٰ آهي 'چرندڙ تصوير' يا اهو اوزار، جنهن جي ذريعي تصويرون چرندي نظر اچن. هن کي 'بائسڪوپ' يا هموي به ڪري سڏيندا آهن. شروع ۾ خاموش يا گونگي سئنيما جو تصور هو پر هاڻي چرندڙ تصويرن سان گڏ انهن جو ڳالهائڻ به ٻڌڻ ۾ اچي ٿو. تنهنڪري سئنيما جو موجوده نالو آهي ٽاڪيز يعني چرندڙ ۽ ڳالهائيندڙ تصوير. هن حرفت

جي ايجاد آمريڪا جي مسٽر ابدسين جي هٿان ٿيل آهي. هن ڏٺو ته چرندڙ شين جون تصويرون جلدي جلدي ۽ لڳاتار هڪٻئي پٺيان سلسليوار ڪڍي ۽ انهن کي وري بجليءَ جي بتيءَ جي ذريعي ڪنهن سفيد پردي تي ڏيکارڻ سان ساڳيون چرندڙ تصويرون نظر ٿيون اچن. پهريائين اهي تصويرون گونگيون هونديون هيون، پر جڏهن فونوگرافيءَ جو فن اوج ۾ آيو ته فوٽوگرافي ۽ فونوگرافي ٻنهي ذريعي ماڻهن جي چپن جي چرپر سان گڏ سندن آواز جا به رڪارڊ پرڻ لڳا. پهريائين ته هن




فن کي رڳو کيل تماشي ۽ قدرتي نظارن جي نمائش لاءِ ڪم آندو ويندو هو. پر وڊيو ڪئميرا جي ايجاد کانپوءِ اڄڪلهه هر قسم جون علمي، فني ۽ تفريحي فلمون تيار ڪري سئنيما ۾ پيش ڪيون پيون وڃن.

**برصغير ۾ سئنيما جي مختصر تاريخ:** 1887ع ۾ هندستان جي هڪ فوٽوگرافر سکارام پٽ واديڪر لندن مان سئنيماٽوگرافيءَ جي ڪئميرا گهرائي ۽ پهرين گونگي فلم The Wrestlers ٺاهي، پر اها مقبول يا مشهور نه ٿي سگهي. بهرحال انڊيا ۾ پهرين گونگي فلم ٺاهڻ جو اعزاز داداجي ڦالڪيءَ کي حاصل ٿيو. جنهن 1913ع ۾ پهرين فيچر فلم ٺاهي، جنهن جو نالو 'راجا هريشچندر' هو. حالانڪ هن کان اڳ، ممبئي 1912ع ۾ شري آر. جي تور به هڪ فيچر فلم 'بسنت پنڊلڪ' ٺاهي هئي ۽ بمبئيءَ جي ڪارونيش ٿيئٽر ۾ نمائش به ٿي، پر اها ڏسندڙن تي پنهنجو اثر نه ڇڏي سگهي. اهو اعزاز دادا صاحب ڦالڪيءَ کي نصيب ٿيو. فلم راجا هريش چندر جي ڪاميابيءَ کانپوءِ ڪيترائي نوان فلمساز ميدان ۾ لهي پيا. 1926ع ۾ مهاتما گوتم ٻڌ جي زندگيءَ تي 'Light of Asia' نالي فلم ٺهي، جنهن نه رڳو هندستان، پر سڄيءَ دنيا ۾ بيحد مقبوليت ماڻي، جپان جي شهنشاهه هيرو هيتو ۽ چين جي ان وقت جي بادشاهه به اها فلم ڏٺي ۽ ٻنهي ان جي بيحد تعريف ڪئي. اها فلم لائيٽ آف ايشيا لاهور جي هڪ جج موتي، دهليءَ جي هڪ وڏي واپاري پريم ساگر ۽ اوائلي دؤر جي مک هيروئن ديوڪا راڻيءَ جي مڙس همانسو راءِ گڏجي ٺاهي هئي (ديوڪاراني، جنهن دليپ ڪمار کي فلم نگر ۾ متعارف ڪرايو هو).

ارتقا جو اهو سلسلو هلندو رهيو ۽ نيٺ گونگين فلمن جي جاءِ ٽاڪي (آواز وارين) فلمن ورتي، 1931ع ۾ پهرين فلم 'عالم آرا' جي صورت ۾ سامهون آئي. عالم آرا رليز ٿيڻ کانپوءِ فلمي دنيا ۾ هلچل مچي وئي. ان وقت سڄي انڊيا ۾ لڳ ڀڳ 400 سئنيمائون وجود ۾ آيون، جيڪي اڪثر وڏن شهرن ۾ قائم ٿيون. ننڍين وسندين ۾ گهمڻ ۾ گشتي سئنيمائن ۾ فلمون ڏيکاريون ويندريون هيون.

**پاڪستان ۾ سئنيما جو عروج:** 36-1935ع ڌاري سنڌ ۽ پنجاب ۾ سئنيمائون ٺهڻ شروع ٿيون. لاهور جو لڪشمي چوڪ، ڪراچيءَ جو بندر روڊ ۽ حيدرآباد جو گاڏي کاتو ۽ ڦليليءَ وارو پاڙو سئنيمائن جو مرڪز بڻيا. ڪراچيءَ جي قديم سينمائن ۾ نگينه، ميجسٽڪ، رتن، ريگل، تاج محل، امپائر (جنهن جو بعد ۾ 'قسمت' نالو پيو) جوبلي، راڪسي، ڪمار، پيلس، ڪيپيٽل، ناز، ريڪس، ريو، پيراڊائيز نشاط ۽ خيام جا نالا اچي وڃن ٿا. انهن مان هن وقت صرف ڪمار ۽ نشاط موجود آهن. نشاط سئنيما جو افتتاح، محترمه فاطمه جناح، 1947ع ۾ ڪيو هو. جڏهن ته بمبينو، پاڪستان جي پهرين 70 م. م اسڪرين رکندڙ سئنيما هئي، جنهن جو افتتاح، 1967ع ۾ صدر ايوب خان هٿان ٿيو هو. هيءَ سئنيما صدر پاڪستان آصف علي زرداريءَ جي والد حاڪم علي زرداري جي هئي. باقي سئنيمائون پلازائن ۾ تبديل ٿي ويون. گهٽو پوءِ ٺهندڙ ڪيپري ۽ پرنس سئنيمائون اڃا هلن پيون. باقي سئنيمائون، جن جو تعداد 100 کان مٿي هو، هڪ هڪ ٿي ڊهنديون ويون.




حيدرآباد جي قديم سئنيمائن: پرڀات (جنهن جو بعد ۾ 'شمس' سئنيما نالو پيو)، نيو ميجسٽڪ، فردوس، ايلائيٽ، قيصر، راحت، نشاط، نورمحل، شهاب، چراغ محل، شاهين، ڪوهه نور، چانڊني، اوڊئن، ڪيپري، هل ٽاپ، سنگيت، بمبينو، شاليمار ۽ وينس شامل آهن. اهڙيءَ طرح ميرپورخاص ۾ پيلس، تصوير محل ۽ پاشا، نوابشاهه ۾ نشاط ۽ ريگل، سانگهڙ ۾ وينس ۽ اسڪالا، شهدادپور ۾ فيض ۽ شاهين، لاڙڪاڻي ۾ امپائر، روهڙي سکر ۾ ريجنٽ، شاليمار، حفيظ، امپيرئل، پيراڊائيز ۽ نشاط، جيڪب آباد ۾ سهڻي، ڪيپيٽل سئنيما، شڪارپور ۾ ناز، پلازه ۽ افشان، دادو ۾ تاج محل، ٽاڪيز مشهور سئنيمائون هيون، جيڪي آهستي آهستي بند ٿي ويون. هنن مان هاڻي ڪي ايڪڙ ٻيڪڙ بچيون آهن. سڄيءَ سنڌ جي ننڍن وڏن شهرن: ٽنڊي محمد خان، ماتلي،

ڪنڊڪوٽ، نوشهري فيروز، دادو، سڪرنڊ، ڏگهڙي، جيمس آباد، پنو عاقل، بدين، ٽنڊي آدم، هالا، بدين ۾ سئنيمائون هيون. جيڪي بند ٿي ويون. 95-1990ع تائين پاڪستان ۾ هزار کن سئنيمائون هيون. جن مان 300 جي لڳ ڀڳ سنڌ ۾، 500 کن پنجاب ۾، ۽ باقي خيبر پختونخوا ۽ بلوچستان ۾ هيون.

هن وقت هڪ محتاط اندازي موجب سڄي ملڪ ۾ رڳو اڍائي سئو سئنيمائون مس بچيون آهن، سي به انگريزي ۽ نين پارٽي فلمن جي ڏِڌ تي مڙوئي تڳن پيون. درسگاهون، لائبريريون، فلم، ميوزڪ ۽ ٿيئٽر وغيره جيڪي ذهني آبياريءَ جا وڏا مرڪز هئا، علم ۽ ادب جا مؤثر ترين ٽولز هئا، انهن کي مختلف بهانن سان بند ڪيو ويو. مثال طور: هتي پارٽي فلمن تي اهوچئي بندش وڌي وئي ته اهي اسان جي تهذيب خراب ڪن ٿيون ۽ هندوازم اسان تي اثرانداز ٿئي ٿو. پر هاڻي سيٽلائيٽ ذريعي پاڪستان جي گهرن ۾ پارٽي ڊراما ۽ فلمون شوق سان ڏٺا پيا وڃن.

سئنيما جي عروج واري دؤر ۾ مڌوبالا، ثريا، نرگس، مينا ڪماري، گيتا بالي، دليپ ڪمار، اشوڪ ڪمار، راجڪپور، ديو آنند ۽ بلراج ساهني پنهنجي وقت جا مشهور اداڪار هئا.

ڊائريڪٽرن ۾ محبوب، گرودت، بمل لاءِ ۽ ايس. يوسنيءَ انقلابي ۽ يادگار فلمون تخليق ڪيون، جن اقتدار جي ايوانن ۾ ترٿلو ۽ معاشري ۾ هلچل مچائي ڇڏي. ٻئي پاسي انگريزي فلمن ۽ ساڻن وابسته ايڪٽرن ۽ ڊائريڪٽرن به هڪ طوفاني انقلاب آندو ۽ ماڻهن جون زندگيون بدلجي ويون. ريٽا هيورٿ (جنهن سان پرنس علي آغا خان پوءِ شادي ڪئي)، ويون لي، هيڊي لامار، گريٽا گاربو، جينا لولو برجيڊا، مارلن منرو، ايلزبيٿ ٽيلر، صوفيه لارين ۽ ايوا گارڊنر، مرد ايڪٽرن ۾ اسٽيومڪ ٽوئن، ڪلارڪ گيبل، مارلن براندو، گريگوري پيڪ ۽ انٿوني ڪوئن، فلمي دنيا ۾ انقلاب برپا ڪري ڇڏيو.

دنيا جا مشهور ناول ۽ هسٽاريڪل واقعا انگريزي فلمن ذريعي عوام تائين پهتا.

روس جا ليو ٽالسٽاءِ، دوستو وسڪي، فرانس جو وڪٽر هيوگو، انگلنڊ جا شيڪسپيئر ۽ اميلي برونٽي، يورپ، آمريڪا جا وڏا ليکڪ هئا، جن جا ناول فلمن ذريعي عوام تائين پهتا.

**سئنيما سماچار** (رسالو): هيءُ ماهوار رسالو جولاءِ 1934ع ۾ لاڙڪاڻي مان جاري ڪيو ويو. جنهن جو ايڊيٽر ڊي جي سياڻي ۽ جوائنٽ ايڊيٽر جي موٽواڻي هئا. هن رسالي ۾ فلمي خبرون، تصويرون ۽ ٻيو مواد شايع ٿيندو هو. رسالي ۾ فلمي خبرن کان علاوه فلم ۽ سئنيما جي پرچار لاءِ مضمون پڻ شامل هوندا هئا، هيءُ رسالو فلمن جي شوقينن لاءِ وندر ۽ وروندهن جو چڱو سامان مهيا ڪندو هو. هن رسالي پڙهندڙن ۾ ڪافي مقبوليت ماڻي ۽ ڪيترو ئي وقت باقائدگيءَ سان جاري ٿيندو هو. هيءُ رسالو ورهاڱي بعد بند ٿي ويو.

**سئنيما گزيٽ** (ماهوار رسالو): هي ماهوار رسالو آڪٽوبر 1934ع کان بيڪچند چيلارام واسواڻيءَ جي ادارت ۾ 'امر پريس' سکر مان ڇپجي پڌرو ٿيندو هو. فلمي اداڪارائن جي تصويرن ۽ مواد سبب هي رسالو مقبول هوندو هو ۽ هن رسالي جون آسانيءَ سان هزار ڪاپيون ڪپنديون هيون.

**سياتو**: 'سياتو' يا سيانتو سارين جي فصل کي لڳندڙ هڪ مرض آهي. هيءَ بيماري ساري نسرڻ شرط ان کي ڪپيو ڇڏي ۽ فصل کي ڪافي نقصان رسائي ٿي. زمين جو پاڻي سُڪائي هن بيماريءَ کي ختم ڪيو ويندو آهي.

**سيار**[1] (ديهه): تعلقي ڇاڇري جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

آسراڙيو، ڪنهاري، شڪريو آپل پڏ، ٻهاڙو، آسات، سڪپال، ايٽڪان، گوگاسر خير محمد، گوگاسر لطيف، سيار سخي، گوگاسر تواڻي، سيار حامد، ميڙاسر ۽ امري جي ويري.

**سيار**[2]: هڪ جهنگلي جانور، گدڙ. گدڙ کي سنڌيءَ ۾ سيار به چئبو آهي ۽ مادي گدڙ يعني گداڙيءَ کي سياري سڏيندا آهن. هڪ لوڪ ڪهاوت/ شعر آهي:

راتيان ٻولي ڪانگڙي، ڏينهان ٻولي سيار،
جان ته مري ڏيهه ڏٺي، جان پئي ڏُڪار.

**سيار**[3]: سيار، هڪ قسم جو اوزار 'سيرائي' هوندو آهي، جنهن سان ڪنهن ڪاٺيءَ ۾ گول منهن وارا ٽُنگ ڪيا آهن.

**سيارچ**: گاهه جو هڪ قسم. هي گاهه وسڪاري جي موسم ۾ پٽن، پوٺن تي اُپرندو آهي، جنهن جي چوٽيءَ ۾ ڳاڙها گل ٿيندا آهن، جن جو ساڳ ٿيندو آهي، جيڪو ٽري ماڻهو پاڄيءَ طور تيار ڪري کائيندا آهن ۽ پچڻ ڪانپوءِ هن گاهه کي چوپايو مال کائيندو آهي. غريب ماڻهو هن گاهه جي ٻج کي جوئر يا ٻاجهر جي ان سان ملائي، پيهين اُن مان اَٽو ٺاهي پيٽ گذر ڪندا آهن.

سيارچ گاهه کي شاهه لطيف به ڳايو آهي:

هن مند مارو سنرا، ڪاهڙ ۾ خوشحال،
سائون، سيارچ، مڪڻي، جيڏيون اَٽن جال..

(سر مارئي، داستان ائون، بيت 2، ڏيپلائي)

**سيارسي** (ديهه): تعلقي بدين ۾ هڪ ديهه جو نالو.

**سيارو**: سيارو، سال جي هڪ مند جو نالو آهي. سال ۾ چار موسمون يا مندون: بهار، اونهارو، سرءُ ۽ سيارو ٿينديون آهن. سيارو، سيءَ واري رُت کي چئبو آهي. سنڌي مهينن جي حساب سان پوهه، مانگهه ۽ ڦڳڻ وارن مهينن جي موسم کي سيارو چيو ويندو آهي. خاص ڪري پوهه مهيني ۾ سخت سيءُ پوندو آهي، ان ڪري 'پوهه، لاٽا لوهه' چوڻيءَ جنم ورتو آهي. سياري ۾ اُتر يا اُتر- اولهه ڪنڊ جو ٿڌو واءُ لڳندو آهي.

**سياست نامو** (ڪتاب): هي ڪتاب ابوعلي الحسن بن علي بن اسحاق نظام الملڪ طوسيءَ جو تصنيف ڪيل آهي. نظام الملڪ طوسي، سيلجوق سلاطين جو مشهور ۽ معروف وزير هو. هي 21 ذوالقعد 408ھ/ 10 اپريل 1018ع ۾ پيدا ٿيو. هن ابتدائي تعليم طوس ۾ حاصل ڪئي، پنهنجي علمي قابليت ۽ ذهانت جي ڪري سلجوق سلاطين جو وڏو وزير مقرر ٿيو. انهيءَ عرصي دوران هي ترقيءَ جون منزلون طئي ڪندو ويو. آخري عمر ۾ هن 'سياست نامو' نالي هڪ ناياب ڪتاب 484ھ/ 1091ع ۾ لکيو ۽ 485ھ/ 1092ع ۾ هن پنهنجي انهيءَ تصنيف ۾ يارهن بابن جو اضافو ڪيو. دراصل هي ڪتاب سندس انهن مامرن جو تذڪرو آهي، جن جي تڪميل ۾ هن کي ڪاميابي ٿي. 'سياست نامو' ڪتاب ۾ ڪل پنجاهه باب آهن. جن ۾ تاريخي حڪايتون پيش ڪري بادشاهن کي مفيد ۽ ڪارآمد مشورا ڏنا ويا آهن ۽ ان ڪانسواءِ ڪامياب سلطنت جا اصول پڻ بيان ڪيا ويا آهن.




هن ڪتاب جي ڪري نظام الملڪ طوسيءَ ڪافي ترقي ڪئي، پر اڳتي هلي سندس علمي لياقت ۽ عهدي کي ڏسندي ڪجهه حاسدن ڪيس 10 رمضان 485ھ/ 14 آڪٽوبر 1092ع تي قتل ڪرائي ڇڏيو.

هي ڪتاب فارسيءَ ۾ سنڌ يونيورسٽي، حيدرآباد طرفان 1955ع ۾ شايع ٿيو. ڊبل ڪرائون سائيز جي هن ڪتاب جي قيمت هڪ روپيو اٺ آنا هئي.

**سياسي ادب** (ڪتاب): هي ڪتاب نامور دانشور، سياستدان ۽ اديب رسول بخش پليجي جي لکڻين تي مشتمل آهي، جنهن کي ليکڪ جامي چانڊيي ترتيب ڏنو آهي. هن ڪتاب ۾ مصنف، سنڌ جي سياسي، علمي، فڪري، ادبي ۽ سماجي مسئلن کي الڳ الڳ مضمونن ۾ واضح ڪيو آهي. هن ڪتاب ۾ سنڌي قوم کي ٿيندڙ سماجي ۽ اقتصادي نقصانن کان پڻ آگاهه ڪيو ويو آهي ۽ دنيا جي ترقي يافته ملڪن جي سياست کان به روشناس ڪيو ويو آهي. ڪتاب ٽن ڀاڱن تي مشتمل آهي.




هي ڪتاب 2005ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو ويو آهي ۽ هن ڪتاب جو ملهه 600 روپيا ڄاڻايل آهي.

**سياسي تعليمي نصاب _ 1** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب سنڌ جي قومپرست اڳواڻ مير عالم مريءَ جو لکيل آهي، جيڪو قومپرست ڪارڪنن جي سکيا واري مقصد لاءِ لکيو ويو آهي. هن ڪتاب ۾ نيشنلزم، سيڪيولرزم ۽ جمهوريت جي سمجهاڻي ڏني وئي آهي. هن ڪتاب جو بنيادي مقصد سياسي ڪارڪنن جي نظرياتي ۽ تنظيمي تربيت ڪرڻ آهي.




62 صفحن تي مشتمل هن ڪتاب کي سرسوتي ساهت گهر، ڏوڪريءَ، جنوري 2013ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو. جنهن جي قيمت 60 روپيا ڄاڻايل آهي.

**سياسي پناهه**: 'سياسي پناهه' هڪ عمل جو نالو آهي، جنهن کي لاطيني ٻوليءَ ۾ 'Political Asylum' چئبو آهي. هن عمل وسيلي ڪا به رياست ڪنهن اهڙي فرد کي پناهه ڏيندي آهي، جيڪو پنهنجن سياسي روين يا نظرين جي ڪري پنهنجي آبائي رياست جي عتاب هيٺ آيل هجي يا ڪيس پنهنجي موقف جي ڪري رياست طرفان سزا ملڻ جو ڊپ هجي. اڄوڪي وقت ۾ بين الاقوامي سياست جي حوالي سان هي عمل گهڻو پيچيدو رهيو. ڇاڪاڻ ته اها ڳالهه مختلف رياستن جي قومي مفادن سان لاڳاپيل هوندي هئي، جنهنڪري رياستن جي وچ ۾ ڪيترن موقعن تي ناراضگيون به پيدا ٿيون.

سماجي سائنسدان 'اوڪونيل' مطابق سياسي پناهه بابت 'هيومن رائٽس ڪميشن' جي راءِ کي گڏيل قومن جي جنرل اسيمبليءَ قبول نه ڪيو آهي، جو ته عالمي لاڳاپن ۽ جنگي حالتن ۾ 'سياسي پناهه جو تصور' مونجهاري جو باعث بڻجي ٿو. ان ڪري 'سياسي پناهه' جي حقن بابت گڏيل قومن جي پڌرنامي کي گڏيل قومن جي جنرل اسيمبليءَ طرفان مڃتا نه ملي سگهي آهي. ان ڪري دنيا جي ملڪن ۾ سياسي پناهه لاءِ قانون جُڙي نه سگهيا آهن. جنهنڪري هين ملڪن ۾ 'پناهه وٺندڙ فردن' جي معاملن جو انفرادي حيثيت ۾ جائزو وٺڻ کان پوءِ سندن درخواستن تي مختلف فيصلا ڪيا ويندا آهن.

1960ع ڌاري گڏيل قومن جي انساني حقن واري ڪميشن 'پناهه جي حقن' جي حوالي سان هڪ ڌار پڌرنامو جاري ڪيو هو. جنهن ۾ سياسي پناهه گهرندڙ ڪنهن به شخص جي حمايت ڪندي واضح ڪيو هو ته "ڪا به رياست سياسي پناهه وٺندڙ کي جيستائين پنهنجي رياست ۽ قومي مفادن يا عوامي تحفظ لاءِ خطرو نٿي سمجهي، ان وقت تائين اها رياست ڪيس سياسي پناهه ڏيڻ واري ذميواريءَ لاءِ پابند آهي ۽ سياسي پناهه وٺندڙ لاءِ ضروري آهي ته هُو جنهن ملڪ ۾ پناهه وٺي ٿو، اُن کي ڪنهن به حوالي سان نقصان نه رسائيندو ۽ ڪي به غير قانوني سرگرميون نه ڪندو."

دنيا ۾ پهريان ڪهڙي فرد کي ڪڏهن سياسي پناهه ملي، ان بابت تاريخ مان ڪا آگاهي نه ٿي ملي، پر 'سياسي پناهه' جو اصطلاح 'سرد جنگ' دوران تمام گهڻو ڪتب آندو ويو. سوويت بلاڪ سان لاڳاپيل ملڪن جي شهرين سياسي اختلافن جي بنياد تي پاڻ کي غير محفوظ

سمجهي آمريڪا ۽ اولهہ يورپ ڏانهن رخ ڪيو. تڏهن ٻنهي ملڪن ۾ چڪتاڻ پيدا ٿي هئي، جڏهن تہ سفارتڪاريءَ ۾ هيءَ اصطلاح، ڪنهن بہ رياست جي شهريءَ کي سفارتخاني جي حدن ۾ سياسي پناهہ ڏيڻ واري عمل لاءِ بہ استعمال ٿيندو آيو. هي سياسي پناهہ سياستدانن تائين ادبي طرفان ورتي ويندي آهي.

**سيال** (ذات): سيال ذات وارا پنوار راجپوت آهن، جيڪي راءِ شنڪر جي اولاد مان سڏجن ٿا. 'ذاتين جي انسائيڪلوپيڊيا' ۾ خير محمد ٻرڙي جي بيان موجب، "راءِ شنڪر کي چار پٽ: سيئو، ٽيئو، گهيئو ۽ سيال هئا. ٽيئو مان ٽوانا، گهيئو مان گهيئا، ۽ سيئو ۽ سيال مان 'سيال' قبيلو وجود ۾ آيو."

ساڳيءَ ريت انسائيڪلوپيڊيا آف انڊين ٽرائبس اينڊ ڪاسٽس جي صفحي نمبر 6116 موجب، سيال قبيلي جو نسلي شجرو پنور راجپوت جي راءِ شنڪر سان ملي ٿو، جيڪو الله آباد ۽ فتح پور جي وچ ۾ دارانگر علائقي جو رهندڙ هو. پنور قبيلي جي هڪ شاخ ڪجھ وقت اڳ جونپور ڏانهن هجرت ڪئي، جتي راءِ شنڪر جو جنم ٿيو. راءِ شنڪر جي ٻن پٽن: ٽيئو ۽ گهيئو مان نسلي شجرو اڳتي وڌيو، جنهن کي پوءِ جهنگ جا سيال (قبيلو) جو نالو ڏنو ويو.

اِي. بي. اسٽيڊمئن (E. B. Steedman) جي بيان ڪيل راءِ موجب، سياسي لحاظ سان سيال قبيلو انتهائي اهميت جو حامل رهيو آهي. لاهور سيا جي قيام دوران چنيوٽ ۽ شورڪوٽ ۾ مقامي حڪومت جون بہ نشستون سيال قبيلي جون هيون.

هندستان ۾ علاوالدين خلجيءَ جي حڪومت ۾ ڪيترا ئي راجپوت خاندانَ هندستان مان لڏپلاڻ ڪري پنجاب ۾ اچي آباد ٿيا، جن ۾ کيڙال، ٽوانا، غيباڻ (گهيئا)، چدڙ ۽ پنور سيال شامل هئا.

هڪ روايت موجب انهن راجپوت قبيلن، پنجاب ۾ رهائش اختيار ڪرڻ کانپوءِ اسلام کان متاثر ٿي پنجاب جي صوفي بزرگ حضرت بابا فريد جي هٿ تي اسلام قبول ڪيو.

مسٽر اسٽيڊمئن ۽ رچرڊ برٽن، سيالن کي پنجاب جا 'جٽ' سڏيو آهي. سنڌ ۾ سيالن کي سماٽي ۽ سرائي جٽ چون ٿا. ڪن حوالن موجب سيال، جاٽ جو اولاد آهن. ٻڙيال، سگهڙ جال، ڪاٺيا، ملاٺا ۽ ورڻ هنن جا عزيز آهن. ڪتاب 'شاهان گوجر' ۾ لکيل آهي تہ سيال گوجر راجپوتن ۽ پنوار راجپوتن جو پاڙو آهي. هڪ ٻئي حوالي موجب باجر سماٽ سان واسطو رکن ٿا، جن جي هڪڙي پاڙي جو نالو پڻ 'سيال' آهي. ڪتابي تبصرن، رسالن، مقالن ۽ تاريخي احوالن مان معلوم ٿئي ٿو تہ راجپوتن، جاٽن، اعواڻن ۽ سماٽن جي ذاتين مان 'سيال' ذات وارا منفرد حيثيت رکن ٿا. سنڌ ۾ سيال وڏي تعداد ۾ اچي آباد ٿيا، جيڪي هاڻي سنڌي ۽ سرائڪي ڳالهائين ٿا.

هڪ تحقيق موجب سيالن جا خاص پاڙا هيٺينءَ ريت آهن:

اوپاڙا، ٻپيرا، پتر، پرواني، پنگو، پلال، جلگاني، جنيانا، جهتيال، چدڙ، ڏلاٽي، ڊب، ڊڊي، ڊول، راڻءِ، سرگاڻي، سندا، سٽپال، سهاڳ، سينج، عليائي، ڪملانا، ڪِلي، ڪمياني، ڪڪ، گٽ، لوڏرا، مگهيانا، مگڻ، ملانا، ملاني، موتمل، نواب، واهوچا ۽ هراج.

پنجاب جي مشهور رومانوي داستان 'هير رانجهي' جو نسائي ڪردار هير بہ سيال ذات جي هئي. هوءَ جهنگ جي سيالڻ سڏبي هئي.

**سيال** (ديهہ): هي تعلقي شهدادڪوٽ ضلعي قمبر- شهدادڪوٽ جي هڪ ديهہ، جنهن ۾ ڪو سيال نالي هڪ ڳوٺ شامل آهي.

**سيال، احمد خان**: نامياري اديب ۽ تعليمدان احمد خان ولد محراب خان سيال، 15 سيپٽمبر 1930ع تي ڳوٺ گنجا، تعلقي ميهڙ، ضلعي دادوءَ ۾ جنم ورتو. ابتدائي تعليم پرائمري اسڪول نوڙها، تعلقي ميهڙ مان حاصل ڪئي، مئٽرڪ 1955ع ۾ گورنمينٽ هاءِ اسڪول ميهڙ مان ڪيائين ۽ 1957ع ۾ هاءِ اسڪول ۾ استاد مقرر ٿيو. ان کان سواءِ هاءِ اسڪول ميهڙ جي هاسٽل جو انچارج بہ ٿي رهيو، جنهن ۾ 100 کان وڌيڪ شاگرد رهندا هئا. احمد خان سيال ڳوٺ ٽرڙي محبت، ٻٽ سرائي، ميهڙ، راڏڻ، قلجي اسٽيشن ۽ ڪڪڙ جي اسڪولن ۾ استاديءَ جا فرض پنهنجي قابليت ۽ محنت سان سر انجام ڏنا. نوڪريءَ دوران 1962ع ۾ بي. اي، 1964ع ۾ ايم. اي ۽ 1969ع ۾ بي. ٽي پاس ڪيائين. ان دوران آخوند محمد دائود پٽي سيتائيءَ کان عربي ۽ فارسيءَ جي بہ ڄاڻ حاصل ڪيائين. آخوند صاحب جي تمام گهڻي عزت ڪندو هو ۽ کيس سيني استادن ۾ اعلىٰ حيثيت ڏيندو هو.

احمد خان سيال، جمعہ خان 'غريب' ۽ رئيس ضياءُ الدين 'بلبل' جي صحبت ۾ ادبي ميدان ۾ قدم رکيو. 1952ع کان لکڻ جي شروعات ڪيائين. شاعري ۽ علم عروض جو ڄاڻو هو پر سندس گهڻو لاڙو نثر نويسيءَ ڏانهن هو. ڪيترن موضوعن تي مضمون ۽ مقالا لکيائين، جيڪي وقت بوقت ماهوار رسالن: 'اديب سنڌ'، 'نئين زندگي' وغيره رسالن ۾ ڇپجندا رهيا. ميهڙ مان جاري ٿيندڙ هفتيوار اخبار 'فيض' جو ڪالم نويس بہ رهيو، جنهن سلسلي ۾ اصلاحي، مزاحيہ، طنزيہ ۽ تنقيدي ڪالم لکيائين. ادبي ميدان ۾ شمس الدين 'بلبل' کان بيحد متاثر هو ۽ ان جي شخصيت جو مٿس گهرو اثر هو. سنڌ سڌار سوسائٽيءَ جي گڏجاڻين توڙي 'جميعت الشعراءَ' جي ادبي ڪانفرنسن ۾ حصو وٺندو هو. احمد خان سيال 20 نومبر 1983ع تي وفات ڪري ويو.

**سيال، خادم حسين** (راڳي): خادم حسين سيال 1960ع ڌاري ڳوٺ سرائي محبت خان سيلار، ضلعي شهيد بينظيرآباد ۾ جنم ورتو. ساڳئي ڳوٺ ۾ پنج درجا تعليم حاصل ڪيائين. غربت سبب وڌيڪ تعليم حاصل نہ ڪري سگهيو. کيس ننڍي هوندي کان ئي راڳ ٻڌڻ جو شوق هوندو هو ان ڪري پاڻ ٻيو ڏنڌو ڇڏي يڪتاري چپڙيءَ تي راڳ ڳائڻ لڳو. هن راڳ جي



سڪيا علي گوهر مهر ڪان ورتي. گهڻو ڪري صوفياڻي محفلن ۾ ڳائيندو آهي. خادم حسين سيال 1981ع ڪان وٺي ريڊيو ۽ ٽي وي تي پروگرام ڪندو اچي ٿو. هن شاه عبداللطيف ڀٽائي، سچل سرمست، استاد بخاري، زخمي چانڊيي ۽ ٻين شاعرن جي شاعري ڳائي آهي. هن وقت سٺ ميل شهر ۾ رهي ٿو.

**سيال، عامر**: نئين ٽهيءَ جو شاعر ۽ ليکڪ عامر سيال، 20 جنوري 1980ع تي ڪراچيءَ ۾ پيدا ٿيو. سندس والد محمد خان سيال سنڌي ٻوليءَ جو ناميارو ليکڪ آهي، جنهنڪري هن ۾ به ننڍپڻ کان ئي لکڻ جو چاهه پيدا ٿيو. هِن پرائمري تعليم ڪراچيءَ مان سنڌي- انگلش ميڊيم اسڪول 'عباسي اڪيڊمي' مان حاصل ڪئي، جتي نامور ليکڪا ۽ شاعره شبنم موتيءَ کيس پڙهايو. هن سيڪنڊري تعليم سنڌ مدرسة الاسلام ڪراچيءَ مان حاصل ڪئي، جتان 1996ع ۾ مئٽرڪ ڪيائين. انٽر ايس ايم ڪاليج مان 1999ع ۾ ڪرڻ کان پوءِ ڪراچيءَ يونيورسٽيءَ مان گريجوئيشن ڪيائين ۽ پوءِ ايم اي (سنڌي ادب) ۾ فرسٽ ڪلاس فرسٽ پوزيشن سان 2008ع ۾ پاس ڪيائين.



عامر سيال لکڻ جي شروعات ننڍپڻ کان روزاني 'هلال پاڪستان' اخبار جي ٻارن جي صفحي ۾ لکڻ کان ڪئي. 1996ع ۾ شاعري ڪرڻ جي شروعات ڪيائين. هي بيحد پختي ۽ سگهاري شاعري ڪري ٿو ۽ عامر سيال پنهنجي ذات ۽ ڏانءَ سان اڳتي وڌي پاڻ کي مختصر عرصي ۾ مڃائي ورتو آهي. پابند شاعريءَ جي هر صنف تي لکيو اٿس. سندس غزل ۽ نظم وڌيڪ سگهارا آهن.

هن جي ادبي پورهيي جو تفصيل هِن ريت آهي:

(1) 1998ع ۾ هند جي ڪهاڻيڪارن جي چونڊ ڪهاڻين جو مجموعو 'چورايل خوشيءَ جو سڪ' ترتيب ڏئي ڇپايائين. (2) سندس شاعريءَ جو پهريون مجموعو 'سمنڊ اکين ۾' 2004ع ۾ سورٺ اڪيڊمي ڪراچي شايع ڪيو. (3) سندس ٻيو شعري مجموعو 'اڪريون ڏيل ڏيئا' 2008ع ۾ ڪويتا پبليڪيشن حيدرآباد شايع ڪيو. عامر سيال جي شاعريءَ تي محمد ابراهيم جويي، شمشيرالحيدري، قمر شهباز، عبدالحڪيم ارشد، آثر ناڻن شاهي، تاج جويي، تاجل بيوس، مريم مجيدي، نصير مرزا، آسي زميني، واسديو موهي، لڇمڻ ڪومل رايا لکي سندس همت افزائي ڪئي.

عامر سيال جي شاعري سنڌ جي ڪيترن فنڪارن ڳائي آهي، سندس پهريون ڪلام 1997ع ۾ حنيف لاشاري جي البم 'مسافر' ۾ رليز ٿيو.

عامر سيال کي سياحت سان گهڻي دلچسپي رهي آهي، ڪيترا ملڪ ڏٺا آهن، ۽ اُتان جا سفرناما لکيا آهن. هن 2007ع ۾ ورلڊ سنڌي ڪانگريس (لنڊن) جي خاص دعوت تي سائين جي. ايم. سيد جي جنم ڏينهن جي حوالي سان رٿيل تقريب ۾ لنڊن ۾ شرڪت ڪئي. ڪجهه عرصو برطانيا جي شهر لنڊن ۾ رهيو جتان جون سارونيون 'سوجهرو سنڌي مئگزين' ۾ قسط وار شايع ٿينديون رهن ٿيون.

عامر سيال 2008ع ۾ سنڌ جي اديبن جي هڪ وفد سان گڏ ڀارت جي دوري تي ويو، جتي هُن ڪيترين ادبي ۽ ثقافتي تقريبن ۾ حصو ورتو.

عامر سيال مضمون ۽ مقالا پڻ لکيا آهن. هفتيوار 'سوجهرو سنڌي مئگزين' جو ايڊيٽر رهيو آهي.

2009ع کان سنڌي لئنگئيج اٿارٽيءَ جي انسائيڪلوپيڊيا سنڌيانا پراجيڪٽ ۾ سينئر ريسرچ فيلو/ ايڊيٽر جي حيثيت ۾ ڪم ڪرڻ سان گڏ ڪجهه عرصو اداري جي 'سنڌي ڊڪشنري سيل' جو انچارج رهيو.

2013ع ۾ ڪميشن جو امتحان پاس ڪري سنڌيءَ جو ليڪچرار مقرر ٿيو آهي ۽ ڪراچيءَ ۾ رهائش پذير آهي.

**سيال، عبدالغني 'منصور'**: نامور عالم ۽ شاعر علامه عبدالغني ولد ميان محمد بخش سيال، 1917ع ڌاري ڳوٺ لڪ سيال تعلقي ميرو خان، ضلعي قنبر شهدادڪوٽ ۾ پيدا ٿيو. مولانا قرآن شريف ۽ فارسيءَ جي تعليم ڳوٺ ۾ حاصل ڪئي. سنڌي فائنل جو امتحان ڳوٺ عرضي ڀٽيءَ جي اسڪول مان ڏنائين. پوءِ کيس ديني ۽ عربي علم پڙهڻ جو شوق جاڳيو، جنهن لاءِ ميروخان ۾ مولانا خوش محمد ۽ پانڌي قبي ۾ مولانا عبدالعزيز وٽ تعليم پرائڻ بعد مدرسي دارالهدیٰ ٺيڙهي ۾ داخل ٿيو. جتان 1941ع ۾ دستار فضيلت جي پڳ ٻڌي فارغ التحصيل ٿيو. ان بعد سجاول ۾ مدرسو 'احياء العلوم' قائم ڪيائين، جتي 1956ع تائين دين جي اشاعت ۽ تبليغ جو ڪم ڪندو رهيو. 1957ع ڌاري پنهنجو آبائي ڳوٺ ڇڏي سانگهڙ ضلعي جي شهر شاهپور چاڪر ۾ اچي رهيو. جتي 'قاسم العلوم' مدرسي ۾ پڻ لڳاتار ٽيهه ورهيه عربي ادب ۽ علم جي تعليم ۽ تربيت سان گڏوگڏ قرآن جي تدريس ڪندو رهيو. سندس شاگردن جو وڏو تعداد ملڪ ۽ ملڪ کان ٻاهر موجود آهي.

مولانا عبدالغني عربيءَ جو سلو شاعر ٿي ويندو هو سندس تخلص 'مهجور' هو بعد ۾ تبديل ڪري 'منصور' تخلص اختيار ڪيائين. سندس عربي شاعريءَ جو علمي ۽ ادبي معيار بلند آهي. سندس عربي شاعريءَ جو مجموعو 'علامہ عبدالغني سنڌي و شعره عربي' جي نالي سان شايع ٿيل آهي، جنهن جي تقريظ مولانا غلام مصطفیٰ قاسمي ۽ تقديم مولانا غلام مصطفیٰ دادويءَ لکي آهي.

سنڌ جو بهترين مقرر، ماهر استاد ۽ يگانو عالم هو سندس وفات ٻهرين جون 1987ع تي ٿي.

**سيالڪوٽ**: قديم شهر سيالڪوٽ هن وقت پاڪستان جي صوبي پنجاب جي گوجرانوالا ڊويزن جو هڪ ضلعو آهي، جنهن ۾ پنج تعلقا: شڪرڳڙهه، نارو وال، پسرور، ڊسڪه ۽ سيالڪوٽ اچي وڃن ٿا. هن ضلعي جي ايراضي 3016 چورس ڪلوميٽرن تي پکڙيل آهي. سيالڪوٽ جي اتر ۾ ضلعي گجرات ۽ جمون جو ڪجهه حصو آهي، ڏکڻ ۾ ڀارتي شهر امرتسر، اوڀر ۾ ضلعو گُورداس پور ۽ اولهه ۾ ضلعا شيخوپوره ۽ گوجرانوالا واقع آهن.



سيالڪوٽ ڊسٽرڪٽ گورنمينٽ جي ويب سائيٽ موجب، سيالڪوٽ شهر جي آبادي 1،603،431 آهي. ٻين شهرن جي نسبت هتي خواندگيءَ جي شرح وڌيڪ آهي. هتي ڇوڪرن توڙي ڇوڪرين لاءِ اسڪول، ڪاليج، ميڊيڪل ڪاليج، لا ڪاليج ۽ ديني تعليم جا مدرسا پڻ موجود آهن. هيءُ قديم شهر پانڊوَ خاندان جي راجا سل تعمير ڪرايو هو جنهن جو ذڪر مهاڀارت ۾ به آيل آهي. ڪجهه عرصي بعد وڏي ٻوڏ اچڻ سبب هي علائقو هڪ هزار سال غيرآباد رهيو. پوءِ راجا سمدت جي زماني ۾ هتي ٻيهر آباديءَ جا آثار نظر آيا. ان وقت سيالڪوٽ، ڪشمير جو حصو هوندو هو. جنهن بعد اُجين جي بادشاهه وڪرماجيت جي زماني ۾ راجا سلوان هتي هڪ قلعو تعمير ڪرايو.

راجا سلوان جي وفات ڪان پوءِ پورن ڀڳت جو ڀٽ راجا رسالو تخت نشين ٿيو. 360ع ۾ گکڙ قبيلن سيالڪوٽ کي هڪ وڏي فوجي لشڪر ذريعي فتح ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي، پر ناڪام ويا. تاريخن موجب راجا رسالو جي مرڻ بعد هتي 300 سال قرلت وارو ماحول ۽ انتشار رهيو.

970ع ۾ يوسفزئي قبيلي جي مدد سان راجا نيروت سيالڪوٽ شهر ۽ قلعي تي فتح حاصل ڪئي، جنهن ڪانپوءِ هي علائقو جمون جي راجا براهم ديو جي حڪمرانيءَ هيٺ رهيو. 1184ع ۾ شهاب الدين غوريءَ ان تي حملو ڪري ڏنو. 1520ع ۾ جڏهن بابر، سيالڪوٽ رستي هندستان تي چڙهائي ڪئي ته هن خسرو ڪوڪلتاش کي سيالڪوٽ جو گورنر مقرر ڪيو.

شاهجهان بادشاهه جي زماني ۾ هي علائقو علي مردان خان جي انتظام هيٺ رهيو. 1748ع ۾ احمد شاهه درانيءَ ان تي قبضو ڪري ورتو. پوءِ هي علائقو سِکن جي عملداريءَ هيٺ رهيو. رنجيت سنگهه کانپوءِ انگريزن جي قبضي ۾ رهڻ بعد 1947ع ۾ هي علائقو نئين ٺهيل ملڪ پاڪستان جي حصي ۾ آيو.

پاڪستان ٺهڻ بعد سيالڪوٽ گهڻي ترقي ڪئي، وڏيون صنعتون ٺهي ويون. گهر گهر ۾ ننڍا ڪارخانا کُلي ويا. سيالڪوٽ راندين جي سامان، چمڙي جي مصنوعات، اسٽيل جي ٿانوَن، اسلحي ۽ سرجريءَ جي اوزارن ناهڻ جو مرڪز رهيو آهي. سيالڪوٽ ۾ ٺهندڙ بيٽ بال، فوٽ بال، هاڪيون ۽ چمڙي جون شيون وغيره سڄيءَ دنيا ۾ مشهور آهن.

سيالڪوٽ، علمي ادبي لحاظ کان مردم خيز شهر ثابت ٿيو آهي. مغل دور ۾ ملا ڪمال ڪشميري ۽ سندس شاگرد ملا عبدالحڪيم سيالڪوٽيءَ جي درسگاهن شهرت ماڻي. شمس العلماءِ مولانا مير حسن به سيالڪوٽ جو هو. جنهن جو شاگرد علامه محمد اقبال، برصغير جو وڏو شاعر ۽ مفڪر ٿي اڀريو ۽ عالمگير شهرت حاصل ڪيائين. علامه اقبال جو اباڻو گهر اڄ به سيالڪوٽ ۾ هڪ ميوزيم جي حيثيت ۾ موجود آهي. ان کانسواءِ مولانا غلام حَسن ۽ مولانا محمد ابراهيم سيالڪوٽي به هن شهر جا هئا. ويجهي ماضيءَ ۾ برصغير جو وڏو ترقي پسند شاعر فيض احمد فيض، ڪهاڻيڪار غلام الثقلين نقوي، آثر مرزا، پروفيسر اصغر سودائي، ڪارٽونسٽ جاويد اقبال، ڪرڪيٽر ظهير عباس ۽ هاڪيءَ جو رانديگر شهناز شيخ به هن شهر سان وابسته رهيا آهن. سيالڪوٽ شهر جون بازارون ڪشاديون آهن. هتان جي بازار ڪلان، صرافه بازار، لوهاران بازار، مسلم بازار، ٽرنڪ بازار مشهور آهن.

**سيال، لطف**: شاعر لطف سيال جو پورو نالو لطف الله ولد گل حسن سيال آهي. سندس جنم 2 فيبروري 1975ع تي، ضلعي نوشهري فيروز جي ڳوٺ حسين بخش سيال ۾ ٿيو. هن مڪينيڪل انجنيئرنگ، ايل ايل بي، ايم اي (سنڌي) ۽ ايم اي (سوشيالاجيءَ) جون ڊگريون حاصل ڪيون آهن ۽ وڪالت جي شعبي سان وابسته آهي.



هن شاعريءَ جي شروعات هاءِ اسڪول ۾ پڙهڻ دوران ڪئي. سندس شاعري سنڌ جي اڪثر رسالن ۾ ڇپجندي رهي آهي. هن ڪهاڻيون به لکيون آهن، اخبارن ۾ ڪالم به لکيا آهن. لطف سيال قائدعوام يونيورسٽي نوابشاهه مان نڪرندڙ رسالي 'يونيورسٽي مخزن' جو ايگزيڪيوٽو ايڊيٽر، پيروسڻ مان نڪرندڙ رسالي 'ڏيئو' جو سب

ايڊيٽر به رهي چڪو آهي. ڪافي عرصو صحافت سان به وابسته رهيو ۽ ڪاوش گروپ جي انگريزي اخبار 'دي مرر'، روزاني 'شام' جو رپورٽر، روزاني 'هلچل' اخبار جو ضلعي رپورٽر ۽ انگريزي رسالي 'انڊس' جو ضلعي رپورٽر رهي چڪو آهي.

لطف سيال جي شاعريءَ جو مجموعو 'چنڊ، صنم ۽ شاعري' جي نالي سان 2001ع ۾ ڇپجي چڪو آهي. لطف سيال سنڌي ادبي سنگت شاخ قائد عوام يونيورسٽي نوابشاهه جو بنيادي ميمبر ۽ سيڪريٽري به رهي چڪو آهي.

**سيال، محمد خان:** سينئر صحافي، ڪالم نگار، ڪهاڻيڪار ۽ سفرنامن جو ليکڪ. محمد خان سيال ولد محمد بخش سيال، اپريل 1949ع ۾ ڳوٺ سيد حاجي ابراهيم شاهه ۾ پيدا ٿيو. هن پرائمري تعليم ڳوٺ جي اسڪول ۾ حاصل ڪئي ۽ ان بعد نوابشاهه شهر ۾ ايڇ. ايم. خوجا صاحب جي رهنمائيءَ ۾ ڊي. سي هاءِ اسڪول، نوابشاهه مان 1965ع ۾ ميٽرڪ سائنس ڪيائين. ان دوران سنڌي فائنل جو امتحان، اليمينٽري ۽ انٽر گريڊ ڊرائينگ جا امتحان به ڏنائين. 1967ع ۾ فرسٽ ايئر ۽ انٽرميڊيٽ آرٽس گڏيل امتحان فرسٽ ڪلاس ۾ پاس ڪيائين ۽ ڪيس ٻن ورهين لاءِ اسڪالرشپ به ملي. بي اي سچل سرمست آرٽس ڪاليج مان ڪيائين. اڳتي هلي ايل. ايل. بي، ايم. اي (سنڌي)، ايم. اي (پوليٽيڪل سائنس) ۽ ايم. اي (انٽرنيشنل رليشنس) جا امتحان ڏنائين.



نومبر 1968ع ۾ سنڌ نيشنل اسٽوڊنٽس فيڊريشن جو باني ڪارڪن بڻيو. ون يونٽ خلاف تحريڪ ۾ ڀرپور حصو ورتائين. مارچ 1970ع ۾ ريڊيو پاڪستان، ڪراچيءَ ۾ نيوز ٽرانسليٽر مقرر ٿيو. مئي 1972ع ۾ ذوالفقار علي ڀُٽي (شهيد) ڪراچيءَ مان روزاني هلال پاڪستان جاري ڪئي ته ان ۾ سب ايڊيٽر طور ذميواريون نڀايائين. انهيءَ دوران پاڪستان ٽيليويزن ڪراچيءَ جي سنڌي نيوز ۾ ٽرانسليٽر طور به ڪم ڪيائين. هڪ ئي وقت ۾ ٻه ٽي نوڪريون ڪندو رهيو. 1977ع ۾ پاڪستان انٽرنيشنل ايئرلائينز (P.I.A) ۾ پبلڪ رليشن آفيسر ٿيو. 1995ع ۾ مارڪيٽنگ ڊپارٽمينٽ ۾ بدلي ٿيو. ان بعد ڪراچي ۽ ڪوئيٽا ۾ پيسينجر سيلز مئنيجر ۽ ڊسٽرڪٽ مئنيجر بهاولپور ٿيو. جنهن بعد 2005ع ۾ ڪنٽري مئنيجر افغانستان طور ڪابل ۾ انتهائي ڏکين حالتن ۾ ڪم ڪيائين. پهرين جنوري 2007ع تي هڪ پيڪيج هيٺ پي. آءِ اي مان ريٽائر ٿيو.

محمد خان سيال لکڻ جي شروعات هاءِ اسڪول جي تعليم دوران روزاني 'مهراڻ' ڪراچيءَ جي ٻارن جي صفحي ۾ لکڻ سان ڪئي. 1967ع ۾ مختلف اخبارن جو نوابشاهه لاءِ نمائندو رهيو ۽ سنڌس ڪالم، مضمون، تبصرا وغيره ڇپبا رهيا. سنڌس پهرين ڪهاڻي 'بيوقوف' نواءِ انقلاب سکر ۾ 1968ع ۾ ڇپي. ڪاليج مخزن 'سرمست' جي سنڌي سيڪشن جو ايڊيٽر به رهيو.

محمد خان سيال جو صحافت ۾ اهم ڪردار رهيو آهي. روزاني هلال پاڪستان ۾ سراج الحق ميمڻ جي سربراهيءَ ۾ جن صحافين اردو اثر کان پاڪ سنڌيءَ کي فروغ ڏنو تن ۾ محمد خان سيال به هو. هن سنڌ جي قومي مسئلن تي مختلف انگريزي اخبارن ۾ هزار کان مٿي خط ۽ ليک لکيا آهن. دنيا جي مختلف ملڪن ۾ رهندڙ سنڌين جي سماجي زندگي ۽ ثقافتي سرگرمين بابت سنڌي ميڊيا ۾ ڪيترا مضمون لکيائين. انهن سنڌي اخبارن ۾ هڪ ئي وقت نوجوانن بابت ڇهن سالن تائين مُفت 'روزگار سروس' ۽ 'تعليمي سروس ذريعي' معلومات فراهم ڪندو رهيو. هن انگريزيءَ ۾ آن لائين نيوز ويڪلي 'سنڌ ٽُو ڊي' 2001ع ۾ جاري ڪئي، جنهن تي جنرل مشرف جي دور ۾، 2006ع ۾ بندش پئي.

هن دنيا جا ڪيترائي ملڪ جهڙوڪ: آمريڪا، ڪيناڊا، برطانيا، نيڊرلينڊ، فرانس، جرمني، سئيزرلينڊ، هندستان، بنگلاديش، سنگاپور، انڊونيشيا، ٿائلينڊ، فلپائين، جپان، هانگ ڪانگ، ڪينيا، سعودي عرب، دبئي، ابوظهبي، مصر، سري لنڪا وغيره گهميا آهن ۽ ڪيترين عالمي ڪانفرنسن ۾ شرڪت ڪئي آهي، جن ۾ ورلڊ سنڌي ڪانگريس، سانا ۽ مارئي سنستا دهلي شامل آهن. هن ڪيترن اهم سنڌي شخصيتن پروفيسر رام پنجواڻي، ماسٽر چندر، مهيش چندر، رام بخشاڻي، ڊاڪٽر اي ڪيو بروهي ۽ پکونتي ناواڻيءَ جا يادگار انٽرويو به ڪيا آهن.

محمد خان سيال جي ڇپيل ڪتابن جو تفصيل هيٺ ڏجي ٿو:

(1) ڇٽنگ (ترتيب)، (2) سرحد جي هُن پار (هندوستاني اديبن جون ڪهاڻيون، (ترتيب: 1973ع)، نئون ابن بطوطا (سفرنامو: 1980ع)، نيري آسمان هيٺان (سفرنامو: 1981ع)، اراؤنڊ دي ورلڊ (سفرنامو: 1998ع) آمريڪا: نئين دنيا، نئون ديس (سفرنامو: 2000ع) آهي.

سندس اڻڇپيل ڪتابن ۾ آتم ڪٿا، ساروڻيون، ڪالمن جا ڪتاب 'ڪالهه، اڄ ۽ سڀاڻي'، ۽ 'ڪونجون ٿيون ڪڏڪن' شامل آهن.

محمد خان سيال کي ڇهن پُٽن ۽ هڪ نياڻيءَ جو اولاد آهي. هن وقت ڪراچيءَ ۾ رهائش پذير آهي ۽ صحافتي دنيا سان وابسته آهي.

**سيال، محمد خان 'مسرور'**: ناميارو شاعر ۽ سگهڙ محمد خان 'مسرور' سيال ولد جمال الدين سيال ڳوٺ گلو سيال، تعلقي گنبٽ ۾ جنم ورتو. هن پرائمري تعليم گنبٽ مان حاصل ڪئي، جنهن بعد روزگار جي تلاش ۾ نئين ديري ضلعي لاڙڪاڻي ۾ درزڪو ڪم سکڻ آيو ۽ اتي ئي پنهنجي عملي زندگيءَ جي شروعات ڪيائين. اهڙيءَ طرح هيءَ



مستقل طور نئين ديري ۾ سڪونت پذير ٿيو ۽ اڳتي هلي نئين ديري شهر ۾ پنهنجو ڪپڙي جو دڪان کولي اڄ ڏينهن تائين روزگار ڪندو رهي ٿو. محمد خان مسرور سيال پنهنجي دور جي هڪ ناماياري سگهڙ حاجي آچر منگيءَ جي رهنمائيءَ ۾ سگهڙائپ جي فن جي شروعات ڪئي ۽ تمام ٿوري عرصي ۾ لوڪ ادب جي ڪيترين ئي صنفن ۾ ڪلام چوڻ جو ڏانءُ حاصل ڪري ورتائين. محمد خان 'مسرور' سيال عروضي شاعري پڻ ڪئي. نئين ديري شهر ۾ سندس ڪپڙي جو دڪان روزگار سان گڏ شاعرن ۽ سگهڙن جو مرڪز پڻ رهيو آهي، جنهنڪري هيءُ هڪ عملي طور تي تنظيمي حوالي سان متحرڪ سگهڙ پڻ رهيو آهي. (حوالو: نئون ديرو: نوان پراڻا ورق)

**سيال، محمد صادق، ڊاڪٽر**: ڊاڪٽر محمد صادق سيال، 28 جنوري 1958ع تي، ڳوٺ نور محمد سيال، تعلقي موري، ضلعي نوشهري فيروز ۾ جنم ورتو. پرائمري تعليم امام آباد، مئٽرڪ سنڌ مدرسہ هاءِ اسڪول نوشهري فيروز، انٽر سروري اسلاميہ ڪاليج هالا، ايم. بي. بي. ايس لياقت ميڊيڪل يونيورسٽي، ڄام شوري ۽ پوسٽ گريجوئيشن ڪراچي يونيورسٽيءَ مان ڪيائين. سندس شروعاتي سڃاڻپ ٻارن جي ماهر ڊاڪٽر طور ٿي. ڊاڪٽر صادق سيال لاءِ اهو مشهور آهي ته هو سستي قيمت واريون دوائون ٻارن لاءِ لکي صحتياب ڪرڻ ۾ وڏي مهارت



رکي ٿو. پي. ايم. سي. ايڇ نوابشاهه ۽ ڪلينڪ تي ڪيترن سالن کان ٻارن جو علاج ڪري رهيو آهي. هن 2007ع ۾ ٿيلسيميا بيماريءَ ۾ مبتلا ٻارن جي علاج ۽ ڪين گهربل رت جي انتظام لاءِ هڪ ادارو 'ٿيلسيميا پيشنٽ ويلفيئر آرگنائيزيشن' قائم ڪري مفت علاج جون سهولتون ڏنيون. بزرگ سياستدان حاڪم علي زرداري، محترمہ فريال ٽالپر (ايم. اين. اي) ۽ نوابشاهه جي سرنديءَ وارن ماڻهن ۽ سندس دوستن مدد ڪئي، هاڻي ٿيلسيميا سينٽر هڪ اداري جي حيثيت سان هلي رهيو آهي. ڊاڪٽر صادق سيال، سنڌ جي سمورن ڪاليجن ۽ اسڪولن ۾ ڪئمپون لڳائي رت جون هزارين بوتلون جمع ڪيون آهن. جنهن ڪم لاءِ آچر جو ڏينهن وقف ڪندو آهي. سماجي حوالي سان سڄيءَ سنڌ ۾ لاتعداد ڪئمپون لڳائي چڪو آهي. هوشيار شاگردن کي وظيفا ۽ انعام به ڏيندو آهي. هن ٻارن کي حفاظتي ٽڪن لڳرائڻ وارو ڪم به ڪيو آهي. هي پوليو جي خاتمي جي مهم ۾ حصو وٺندو رهيو آهي.

ڊاڪٽر صادق سيال اڄڪلهه ٿيلسيميا کان بچاءَ جي سلسلي ۾ آگاهي مهم شروع ڪئي آهي، جنهن ۾ هن شاديءَ کان اڳ ۽ حمل ٿيڻ کان اڳ رت جي مختلف نمونن جي چڪاس ڪرائڻ جو آغاز ڪيو آهي. ان لاءِ سندس خيال آهي ته هر شهر ۾ بلڊ گروپ ٽيسٽ ٿيڻ کپي، جنهن سان خبر پوندي ته ڪهڙن خاندانن ۽ گروپن ۾ ٿيلسيميا ٿيڻ جا وڌيڪ خدشا آهن. هي چاهي ٿو ته سنڌ اسيمبليءَ مان هڪ اهڙو بل پاس ٿيڻ کپي، جو ساڳئي بلڊ گروپن وارن ماڻهن جي شادين تي پابنديون وڌيون وڃن ته جيئن ٿيلسيميا جي بيماريءَ جي روڪٿام ٿي سگهي.

نوابشاهه ٿيلسيميا سينٽر ۾ هزارن جي تعداد ۾ ٿيلسيميا جا مريض رجسٽر ٿيل آهن، جن کي روزانو مفت رت جون بوتلون ۽ دوائون مهيا ڪيون وڃن ٿيون.

**سيال، مرتضيٰ**: اديب، شاعر، ڪالم نگار ۽ صحافي مرتضيٰ سيال جو پورو نالو غلام مرتضيٰ ولد در محمد سيال آهي. هن 29 جون 1965ع تي هالاڻي، ضلعي نوشهري فيروز ۾ جنم ورتو. پرائمري تعليم هالاڻيءَ جي پرائمري اسڪول مان ورتائين ۽ مئٽرڪ 1980ع ۾ گورنمينٽ هاءِ اسڪول هالاڻيءَ مان ڪيائين. گريجوئيشن ڪانپوءِ، ايم. اي سنڌ يونيورسٽي، ڄام شوري جي ماس ڪميونيڪيشن شعبي مان، فرسٽ ڪلاس سيڪنڊ پوزيشن ۾ پاس ڪيائين.



مرتضيٰ سيال لکڻ جي شروعات 1978ع کان ٻاراڻي ادب سان ڪئي. سندس تحريرون روزاني هلال پاڪستان، عبرت، آفتاب، گل ڦل، رابيل، گلن جهڙا ٻارڙا، لالي رسالن ۽ مختلف سنڌي اخبارن ۾ ڇپجنديون رهيون. هن ڪهاڻيون ۽ ڪالم به لکيا آهن ۽ شاعري به ڪئي آهي. مرتضيٰ سيال عملي زندگيءَ جي شروعات 1992ع ۾ سنڌ يونيورسٽيءَ ۾ پبلڪ رليشنس آفيسر طور ڪئي، 2000ع ۾ ايڊيشنل ڪنٽرولر امتحانات ٿيو. ان کان سواءِ ايڊمنسٽريٽو آفيسر، ڊپٽي ڪنٽرولر، ايڊيشنل رجسٽرار ۽ ڪجهه وقت لاءِ رجسٽرار جي عهدي تي به رهي چڪو آهي. هن وقت سنڌ يونيورسٽيءَ جي پريس مئنيجر طور ذميواريون سنڀالي رهيو آهي. مرتضيٰ سيال 1989ع ۾ عبرت مئگزن جي ايڊيٽوريل بورڊ جي ميمبر ۽ 1990ع ۾ انچارج ايڊيٽر ۽ 2000ع کان اپريل 2012ع تائين اعزازي ايڊيٽر جون ذميواريون به نڀايون آهن.

مرتضيٰ سيال شاگرديءَ واري زماني ۾ وطن دوست اسٽوڊنٽس فيڊريشن سان لاڳاپيل رهيو ۽ سرگرم ڪردار ادا ڪيائين. ان کان سواءِ پروگريسو يوٿ آرگنائيزيشن ۽ سنڌي ادبي سنگت سان به سندس پراڻي وابستگي رهي آهي. سنڌي ادبي سنگت جي مرڪزي چونڊن جي چونڊ ڪميٽيءَ جو ڪيترا ڀيرا ميمبر ۽ چيئرمين رهي چڪو آهي. سنڌ يونيورسٽي فورم ۽ سنڌ يونيورسٽي آفيسرس ايسوسيئيشن جو ميمبر آهي. کيس ادبي ۽ صحافتي خدمتن تي ڪيترا اوارڊ ۽ سرٽيفڪيٽ ملي چڪا آهن. جن ۾ اجرڪ آرٽ اوارڊ (90-1989ع)، اي. پي. اين. ايس اوارڊ (06-2005ع) وغيره شامل آهن. سندس چونڊ ڪالمن ۽ انٽرويئن

جا ڪتاب ڇپائيءَ هيٺ آهن.

مرتضيٰ سيال ماهوار 'سائنس' ڄام شوري جو فني صلاحڪار، 'صحت ۽ ماحول' رسالي جي ايڊيٽوريل بورڊ جو ميمبر، ٻارن جي رسالي 'انڊلٺ' جي صلاحڪاري بورڊ جو ميمبر، ماهوار هزار داستان جي ايڊيٽوريل بورڊ جو ميمبر به رهي چڪو آهي.

**سياٽو ڪوري** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب سنڌي لئنگئيج اٿارٽيءَ طرفان ڇپيل ٻاراڻي ادب جي سلسلي جو پنجون ڪتاب آهي، جيڪو سنڌ جي نامياري اديب عطا محمد ڀنڀري انگريزيءَ مان سنڌيءَ ۾ ترجمو ڪيو آهي. هن ڪتاب ۾ ٻارن جي وندر ۽ سکيا لاءِ ست مختصر ڪهاڻيون جن ۾: 'سياٽو ڪوري'، 'نئون نسل'، 'وينجهار ۽ اجگر'، 'انڌي لالچ'، 'منگهان ۽ ديوي'، 'ٻي دوست' ۽ 'آخري ڪهاڻي 'اڇو ڊنبو' شامل آهن. هن ڪتاب ۾ ڏاهپ ۽ بهادري سان گڏ اخلاقي ۽ ناصحانه نڪتن واريون ڳالهيون پڻ بيان ڪيل آهن. هن ڪتاب جو مهاڳ ڊاڪٽر نواز علي شوق جو لکيل آهي.

رنگين ٽائيٽل، ڪچي جلد ۽ ڊيمي سائيز سان هيءُ ڪتاب 48 صفحن تي مشتمل آهي. هن ڪتاب جو پهريون ڇاپو 1995ع ۾، سنڌي لئنگئيج اٿارٽي، حيدرآباد ڇپائي پڌرو ڪيو. هن ڪتاب جي قيمت 15 روپيا آهي.

**سياهه گوش/ هرولا**: هن ڪاري ڪنن واري جهنگ ٻلي کي انگريزي زبان ۾ (Files caracal) ۽ اردوءَ ۾ ڪالا ڪال يا سرخ سياهه گوش چيو ويندو آهي. هن ٻلي جو تعلق Filidae نسل سان آهي. ظاهري شڪل شبيهه ۾ هيءُ ٻلو هماليائي سياهه گوش سان ڪي هڪ جهڙايون رکڻ باوجود ڪيترين ئي ٻين خاصيتن ۾ مختلف آهي. هن جي ٻنهي



ڪنن مٿان ڊگهن وارن جو ڇڳو هوندو آهي، جنهن سان هو ماحول کي محسوس ڪرڻ جي صلاحيت رکندو آهي. منهن گول ۽ موڪرو، پوين ٽنگون اڳين ٽنگن کان ڊگهيون ۽ بت سنهو ٿيندو آهي. ڪنن مٿان وارن جا ڇڳا 40 ملي ميٽرن تائين ڊگها هوندا آهن ۽ ڳلن تي ڏاڙهيءَ جو وار ڪو نه ٿئيس، مجموعي جسامت 620 ملي ميٽر (ڊيگهه ۾) ۽ پڇ جي ڊيگهه تقريباً 250 ملي ميٽر ٿئي ٿي. سياهه گوش جا چنبا ويڪرا، پر ڪمزور ٿين ٿا. ننڍي عمر واري سياهه گوش جي ڪنن جي ٻاهرين سطح مڪمل ڪاري رنگ جي ۽ بالغ سياهه گوش جي ڪنن جي صرف ڪناري ڪاري ۽ باقي ٻاهرين سطح سليٽي رنگ جي ٿئي ٿي. هن جون اکيون پوري گيڙو رنگ جون، جسم جو رنگ ڳاڙهاڻ مائل يا پوراڻ مائل گلابي رنگ جو ٿئي ٿو بت جا وار گهاٽا ۽ ننڍا ٿين ٿا، پيٽ ۽ ٽنگن جي اندرئين سطح پيلاڻ مائل پوري رنگ جي ٿئي ٿي. منهن تي هڪ ڪاري رنگ جو داغ، مٿئين چپ ۽ اکين مٿان به ظاهري ليڪون ٿين ٿيون. ڄاڙي جي هيٺين چپ جي چوڌاري اڇا وار ٿيندا اٿس. پيٽ ۽ ٻرپاسن کان هلڪي رنگ جا ننڍا ننڍا داغ به ٿين ٿا.

پاڪستان، خاص ڪري سنڌ ۾ سياهه گوش غيرآباد، جابلو ۽ صحرائي علائقن ۾ رهندا آهن. انهن جي غير معمولي ڦڙتي ۽ تيز رفتاري سندن اهم خاصيت آهي، جيڪا انهن کي ٻين ٻلن کان منفرد ۽ امتيازي حيثيت ڏئي ٿي. عام طور تي صبح جي وقت، اونهاري ۾ رات جو ۽



سياري ۾ ڏينهن جي وقت شڪار ڪندا آهن. هن جانور ۾ گهڻن ڏينهن تائين پاڻيءَ کانسواءِ رهڻ جي اهليت هوندي آهي، عموماً پاڻيءَ جي ضرورت پنهنجي شڪار ڪيل جانورن جي جسم مان پوري ڪن ٿا. پنهنجي دفاع لاءِ وڻن تي چڙهي پنهنجي جان بچائين ٿا. اڪثر گهاٽي گاهه جي جهڳٽن، جبلن جي ڏارن ۽ پٿر جي ڏيرن ۾ پنهنجي پناهه گاهه تيار ڪندا آهن يا ٻي صورت ۾ ٻين جانورن جي تيار ڪيل پناهه گاهن تي قبضو ڪندا آهن. سياهه گوش هر قسم جا چوها، سيهڙ، هرڻ، ٻڪريون، رڍون، گدڙ ۽ پکين ۾ تتر، پاريهر وغيره کي شڪار ڪري کائيندو آهي. زمين تي ويٺل پکين جي ولر تي تمام تيزيءَ سان حملو ڪري اک ڇنڀ ۾ 8 کان 10 پکي شڪار ڪري وٺندو آهي، جنهن سان ان جي تيز نظر ۽ شڪار ڪرڻ جي مهارت بابت خبر پوي ٿي.

بيربسن 1968ع جي بيان موجب: سياهه گوش زهريلا نانگ به کائي ويندو آهي ۽ گهڻو وقت بک تي رهڻ سبب انسان تي پڻ حملو ڪندو آهي. (حوالو: پاڪستان کي جهنگلي حيات: ڊاڪٽر منظور احمد، صفحو 380)

مادي سياهه گوش 21 مهينن ۾ بالغ ٿئي ٿي، انهن ۾ لڳ جو عرصو اپريل کان نومبر تائين هوندو آهي ۽ تقريباً 70 ڏينهن ڪانپوءِ هڪ

وقت ۾ 2 کان 6 ٻچا ڏيندي آهي. نون ڄمندڙ ٻچن جو رنگ ڀوراڻ مائل پيلسرو هوندو آهي ۽ انهن جون اکيون پيدائش کان 9 - 10 ڏينهن کانپوءِ کلنديون آهن ۽ اهي ٻچا پيدائش کان ٽن مهينن تائين پناهگاهن اندر ئي رهن ٿا.

نسلي واڌويجهه لاءِ انهن جو ڪو خاص وقت مقرر ناهي هوندو، تنهن هوندي به مادي سياهه گوش سال ۾ صرف هڪ ڀيرو ٻچا ڏيندي آهي. هي ٻلا انسانن سان جلد رلي ملي ويندا آهن. عام طور تي انهن جي مجموعي عمر 16 کان 17 سال ٿئي ٿي.

هي جانور پاڪستان ۾ پنجاب جي بهاولپور، صحرائي چولستان، سرگوڌا جي ويجهو صحرائي ٿل، ڪوهستان، ضلعي اٽڪ ۾ ڪالا چٽا جهنگ، سنڌ ۾ لاڙڪاڻو، ٿرپارڪر، بلوچستان ۾ چاغي، خاران، مڪران، قلات، لورالائي ۽ صوبي خيبر پختون خواهه ۾ وزيرستان ۽ ٽانڪ ۾ ملي ٿو. موجوده وقت ۾ پاڪستان اندر سياهه گوش جي آبادي ۾ ايتريقدر گهٽتائي ٿي آهي، جو هي مشڪل سان ڪٿي نظر ايندو آهي.

**سي. اين. جي** (CNG): 'ڪمپريسڊ نيچرل گئس' (Compressed Natural Gas) جو مخفف سي. اين. جي آهي. هيءَ گئس 1990ع جي ڏهاڪي ۾ عام ٿي. ان کان اڳ دنيا ۾ هن گئس تي تجربا هلي رهيا هئا. سي. اين. جي کي گاڏين ۾ پيٽرول ۽ ڊيزل جي متبادل ٻارڻ طور استعمال ڪيو وڃي ٿو هيءَ گئس




ارجنٽائين، اٽلي، آمريڪا ۽ يورپين ملڪن ۾ عام استعمال ٿئي ٿي. پاڪستان ۾ قدرتي گئس جو وڏو ذخيرو هجڻ سبب سي. اين. جي جو استعمال تمام گهڻو آهي. ابتدا ۾ هتي سي. اين. جي اسٽيشن لاءِ پرڏيهه مان سڄو پلانٽ وٺي لڳايو ويندو هو اڄڪلهه ڪارن سان گڏ ويگنن، بسن ۽ ٽرڪن ۾ به سي. اين. جي ڪِٽون لڳايون وڃن ٿيون. سال 2012ع جي سروي موجب پاڪستان دنيا جو ٽيون نمبر ملڪ آهي، جتي سڀ کان وڌيڪ سي. اين. جي تي هلندڙ گاڏين جو استعمال ٿي رهيو آهي. سڄي ملڪ ۾ سوين سي. اين. جي اسٽيشنون قائم آهن، جڏهن




ته هزارين گاڏين ۾ سي. اين. جي ڪِٽ لڳي چڪي آهي.

پاڪستان ۾ ايڇ. ڊي. آءِ پي نالي ادارو سي. اين. جي لاءِ قائم ڪيو ويو آهي، جتي سِئلينڊر کي چڪاسي، ان کي وڌيڪ مدت لاءِ هلڻ يا نه هلڻ جو سرٽيفڪيٽ ڏنو ويندو آهي. سي. اين. جي جي سِئلينڊر جي مدت پنج سال مقرر آهي، انهيءَ کانپوءِ ان جي چڪاس لازمي قرار ڏني وئي آهي، ٻيءَ صورت ۾ ان جي ڦاٽڻ جو خطرو آهي. ملڪ جي ڪجهه ٻين شهرن ۾ گاڏين اندر لڳل پراڻين ۽ ناقص سي. اين. جي سِئلينڊر ڦاٽڻ سبب جاني نقصان ٿيڻ جا واقعا رونما ٿيا آهن. ملڪ ۾ هلندڙ توانائيءَ جي بحران ۽ ڪارخانن ۾ گئس جي گهڻي استعمال سبب سي. اين. جي سپلاءِ جي لوڊ شيڊنگ پڻ ٿئي ٿي.

**سي. اينڊ ايس ڪاليج شڪارپور**: (ڏسو: چيلاسنگهه سيتلداس ڪاليج، جلد چوٿون، ص: 241).

**سيتا**: سيتا جي معنيٰ آهي 'زمين جي ڌيءَ'. ويدن ۾ سيتا کي 'کيتي واڙي، زراعت ۽ ميون جي ديوي' چيو ويو آهي. رامائڻ ۽ ٻيءَ وارن پراچين مذهبي ڪتابن ۾ آهي ته سيتا وديهه جي راجا جنڪ جي ڌيءَ ۽ ايوڌيا جي راجا دسرٿ جي وڏي پٽ رام جي زال هئي.

جيئن ته سيتا زمين جو تحفو هئي، انهيءَ ڪري منجهس زمين جي حُسن جون سڀ خوبيون موجود هيون. جنڪ ۽ سندس زال، سيتا کي ڏاڍي پيار سان پاليو ۽ سٺي سکيا ڏنائون. جڏهن سيتا جي عمر شاديءَ لائق ٿي ته جنڪ سيتا جي شاديءَ جو سويمور (پنهنجي ور جي چونڊ جو ڏڻ) ڪوٺايو. جنڪ وٽ شِوَ جو ڌنش (ڪمان) پيل هو ان ڪري هن اعلان ڪيو ته "منهنجي ڌيءَ سيتا سان اُهو شادي ڪندو، جيڪو شِوَ جو ڌنش ٽوڙيندو" ٻيءَ ڪيترائي راجڪمار/ شهزادا آيا. رام ۽ لڪشمڻ پڻ پنهنجي گروءَ وشوامتر سان گڏجي آيل هئا. سڀني آيلن پنهنجي قسمت آزمائي ڪئي، پر ڪو به اهو ڌنش ٽوڙي نه سگهيو ان بعد رام پنهنجي گروءَ جي اجازت سان ڌنش کي ٽوڙڻ لاءِ اُٿيو ۽ ان کي ٽوڙي ٽڪر ڪري وڌائين. چوڌاري واهه واهه ٿي وئي. سيتا مجلس مان اٿي رام جي ڳچيءَ ۾ وَر مالها پارائي ۽ کيس مڙس طور قبول ڪيو. ٻيءَ ايوڌيا جي راجا دسرٿ کي نياپو موڪليو ويو جنهن ٿوري وقت بعد رام ۽ سيتا جي شادي وڏي ڌام ڌوم سان ڪرائي.

سيتا پنهنجي مڙس ۽ سس سهري جي فرمانبردار رهي ۽ ڏک سک ۾ راضي رهندي هئي. راجا دسرٿ جڏهن رام کي گادي ڏيڻ جو فيصلو ڪيو تڏهن سندس زال ڪيڪئيءَ، کيس پنهنجا به وچن ياد ڪرايا ۽ انهن جي پاڙڻ لاءِ زور ڀريو. رام پيءَ جو وچن پورو ڪرڻ لاءِ راج ڀاڳ ڀرت جي حوالي ڪيو ۽ چوڏهن ورهيه بنواس (جهنگ ۾ رهڻ) لاءِ تيار ٿيو سيتا ماتا به مڙس سان گڏ بنواس وڃڻ لاءِ تيار ٿي. بنواس دوران لنڪا جو راجا راوڻ، سيتا کي ٺڳيءَ سان اغوا ڪري ويو. رام، راوڻ سان جنگ ڪئي ۽ کيس ماري، سيتا کي سندس قيد مان آزاد ڪرايو رام جو ڀاءُ لڇمڻ به ساڻن گڏ بنواس ڪاٽڻ ويو هو هن به بنواس جون

تڪليفون ۽ ڏک بہ ڏنا. سيتا سچائيءَ سان مڙس سان گڏ چوڏهن ورهيہ بنواس جا ڏکيا سُکيا ڏينهن پورا ڪري ايوڌيا واپس آئي. ان ڏينهن ايوڌيا ۾ گهر گهر شادمانا ۽ خوشيون ٿيون ۽ ڏيئا ٻاريا ويا، جنهن ڪري اڄ ڏينهن تائين 'ڏياريءَ جو ڏڻ' ڪري ملهايو ويندو آهي.



سيتا جي سويمبر جي هڪ خيالي تصوير

رام پنهنجي راڄڌانيءَ جو ڪاروبار نهايت امن سان هلائي رهيو هو. هڪ رات جو هو ڇمڙاپوش ڪري جيئن شهر جي گهٽين ۾ گهمي رهيو هو تہ هڪ ڌوٻيءَ جو پنهنجي زال سان جهڳڙو ٻُڌائين. هو پنهنجي زال کان رات جو گهر کان ٻاهر رهڻ بابت سبب پڇي رهيو هو ۽ چئي رهيو هو تہ آءٌ رام ناهيان، جنهن جي زال سيتا، راوڻ جي محل ۾ گذاري آئي تہ هن پنهنجي محل ۾ واپس رکي ڇڏيو. ان ٽوڪ سبب رام کي ڏک ٿيو. جنهن سيتا کان 'اگني پريڪشا' (باهہ مان گذرڻ جو امتحان) ورتو ۽ سيتا باهہ مان سلامت گذري وئي. اُن هوندي بہ ماڻهن جي چوپچو جي ڪري سيتا کي بن ۾ رشي آشرم ۾ ڇڏي آيو. جتي هن رام جي پٽن: لو ۽ ڪش کي جنم ڏنو. اُهي آهستي آهستي وڏا ٿيا ۽ رشيءَ وٽ علم / وديا سکي جوان ٿيا. رام اشوَميڌ (گهوڙي جي قرباني) ڪئي ۽ هڪ گهوڙي کي راجائن وٽ موڪليو تہ جيڪو هن گهوڙي کي پڪڙيندو، هُن کي رام سان جنگ ڪرڻ لاءِ تيار ٿيڻو پوندو. ٻين سڀني راجائن، رام کي 'چڪرورتي' راجا قبول ڪري ورتو پر لو ۽ ڪش گهوڙي کي جهلي قابو ڪيو. مجبوراً لڇمڻ ۽ رام هڪ طرف، لو ۽ ڪش ٻئي طرف لڙائيءَ جي ميدان ۾ تيار ٿي بيٺا. سيتا ٻنهي پٽن کي منع ڪيو تہ پيءُ ۽ چاچي سان جنگ نہ ڪبي آهي. رام پنهنجن ٻارن کي سڃاڻي بہ نہ سگهيو. نيٺ رشيءَ ٻارن کي اصلي ڪٿا ٻُڌائي ۽ ٻارن کي پيءُ جي آڏو پيش ڪيو. رام پنهنجن ٻنهي پٽن کي ڀاڪر پائي، اکين مان زار و قطار نير وهائي وينو. آخر ۾ ٻنهي پٽن کي پاڻ سان گڏ وٺي وڃي تخت تي ويهاريائين. سيتا رام وٽ نہ وئي، چوڻ تہ سندس دل ٽٽي پئي هئي. هن درد ڀري نوع ۾ ڌرتي ماتا کي پڪاريو اُن ئي وقت ڌرتي ڦاٽي پئي ۽ سيتا ان ۾ الوپ ٿي وئي.

**سيتا بندر:** سونا ٻنڊيءَ ڪانپوءِ سنڌو درياهہ جو مشهور بندر سيتا بندر هو. جيڪو سيتا ضلعي دادوءَ ۾ هو. هتان جا ملاح اڳيئين زماني ۾ ساموندي ٻيڙا هلائيندا هئا. پوئين آخري دور ۾ سيتائي ملاحن جي ٻيڙي 'ڪراچي' لب درياهيءَ تي مشهور هئي. پوئين دور جي وڏي ۾ وڏي ٻيڙي 'محفل' هئي، جيڪا هڪ سو خرار ڪٽڪ جا يعني ٽي هزار مڻ بار کڻندي هئي. سيتائي ملاحن جي ٻيڙي 'ڪراچي' ٻئي نمبر تي وڏي ٻيڙي هئي.

سيتا بندر تمام مشهور ۽ سهڻو بندر هو. هن بندر تان تيلي ٻج، تيل، گيهہ، داليون، اناج، گدرا، ڇانهيون، بيسڻ، ڪاٺ مان ٺهيل سامان، واڻ، تڏا، مصري، نڪل ۽ پڳڙا ٻاهر ويندا هئا ۽ ڪپڙو ڪرانو، ڏونگهي، ڏونگهيءَ جو تيل (ڪوپرو)، گرم مصالحو وغيره سکر بندر ۽ شاهہ بندر کان ٻيڙين ۾ هت پهچندو هو.

**سيتا جا سدا بهار ماڻهو** (ڪتاب): هي ڪتاب صحبت علي بلوچ جو ترتيب ڏنل آهي. هن ڪتاب ۾ سيتا وليج ۽ سيتا روڊ جي عالمن، اديبن ۽ شاعرن جو تذڪرو شامل آهي. ڪتاب جو مهاڳ نامور شاعر بشير سيتائيءَ لکيو آهي. ڪتاب جي ارپنا ليکڪ پنهنجي ڳوٺ سيتا جي نالي ڪئي آهي. ڪتاب ۾ سيتا وليج، قديم تاريخي ڳوٺ سيتا ڳوٺ، پسمنظر، سيتا ڳوٺ جو تعليمي ماحول، عالم ۽ مدرس، شاعر، اديب ۽ صحافي وغيره موضوع شامل آهن.



ڊيمي سائيز ۾ پڪي جلد ۽ رنگين ٽائيٽل سان 126 صفحن تي مشتمل هن ڪتاب جي قيمت 100 روپيا آهي.

ڪتاب جو پهريون ڇاپو 2004ع ۾ سرجھار پبليڪيشن، شاهہ آباد محلي دادو، سنڌ ڇپائي پڌرو ڪيو.

**سيتا جو دڙو** (ماڳ): تعلقي قنبر جي ديهہ ڪوهستان غيبي ديري، تعلقي قنبر ۾ سيتا جو دڙو واقع آهي. دڙي جي مٿان ٺلهہ جا آثار لڌا ويا آهن. قوي امڪان آهي تہ ڪنهن دؤر ۾ هي هنڌ ٻوڌين جو مرڪز هجي. هن ڌرمي آستان جي پرسان هڪ زيارتگاهہ، تيرٿ وارو تلاءُ بہ ڦٽل صورت ۾ موجود آهي.

**سيتا جون ڪوهيون:** ڪراچيءَ کان هنگلاج (بلوچستان) ويندڙ رستي تي، حب ندي پار ڪرڻ ڪانپوءِ بريدي لڪ پرسان مٽي پاٽيءَ جون ڪجهہ ڪوهيون ڪوٺيل آهن. جن کي 'سيتا ديويءَ جون ڪوهيون' سڏيو وڃي ٿو. روايت آهي تہ: رام، جلاوطني (بنواس) جي وقت ۾ پنهنجي پتني سيتا ۽ ڀاءُ لڪشمڻ سان گڏ هنگلاج ياترا ڪئي هئي. ان لحاظ کان اڄ بہ ڪجهہ ماڳ سندن نالي سان سڏيا وڃن ٿا، جيڪي ڪراچي ۽ آسپاس وارن علائقن ۾ موجود آهن. اهي ڪوهيون ڪچيون آهن، ان ڪري ٿوري ئي وقت ۾ واريءَ ۽ مٽي سان لٽجي وڃن ٿيون. مقامي

ماڻهو مٽي پاڻيءَ لاءِ انهن کوهين کي وقت بہ وقت صاف ڪري پاڻي ڪڍندا رهندا آهن.

**سيتا جي ڏاٽ** (ماڳ): سيتا ڏاٽ کيرٿر ۾ هڪ خوشحال ماٿري آهي، جيڪا 27° 70′ ڏگريون اتر ڏکڻ ويڪرائي ڦاڪ ۽ 67° 40′ اوڀر-اولهہ ڊگهائي ڦاڪ تي موجود آهي. هن ماڳ تي غيبي ديري تعلقي قنبر کان پهچي سگهبو. ماڳ کيرٿر جي اوڀرواري پاسي آهي. سيتا نالي نئن بہ انهن پاسي وارن جبلن مان نڪري ٿي، جتي قديم زماني جي ماڻهن ان تي گبربند ٻڌا هئا، جن جا نشان بيٺا آهن. توڙي جو بندن کي نئن وهائي وئي آهي، هتي بين آثارن سان گڏ گهٽ ۾ گهٽ ڇهن بندن جا نشان آهن. سيتا نئن جي ڪاهي ڪنڌيءَ تي ڪجهہ سڌيون ڇپون آهن، جن تي قديم چٽسالي ٿيل آهي. اها چٽسالي پاڪستان جي اترين علائقن ۾ گهڻي تعداد ۾ ملي ٿي، جنهن تي مشهور آرڪيالاجسٽ احمد حسن دانيءَ ڪم ڪيو هو. سيتا ڏاٽ تي موجود آثارن جو تفصيل محقق بدر ابڙي هن ريت ڏنو آهي:

**ڇپ نمبر-1:** نئن سيتا جي ڪاهي ڪنڌيءَ تي هڪ ڇپ تي چوڪور بلاڪن ۾ ڪجهہ چٽ آهن. اهي بلاڪ هڪٻئي مٿان اهڙي نموني ڪوريا ويا آهن، جو لڳي ٿو تہ اهو ڪو ٻڌ ڌرم جو وهار (Stupa) آهي. هي علائقو ڪنهن دور ۾ ٻڌڌرم جو حصو هو. اهڙي نموني ساڳي چٽ جي پر ۾ هڪ ٻيو وهار چٽيل آهي، پر اهو بلاڪن تي نہ پر گولڙن مٿان گولڙن جي نموني جي اڪر آهي، ٻئي وهار پنجن حصن ۾ ورهايل آهن. بنياد وارا حصا وڏا ۽ پوءِ ننڍا حصا ٺهيل آهن. اهو اهرامي نمونو آهي، انهن جي وچ ۾ بہ ڪي نقش چٽيل آهن.

**ڇپ نمبر-2:** نئن سيتا جي پيٽ کان اٽڪل 15 فٽ مٿي ڪنڌيءَ واري ڇپ تي ڪل 11 عدد جانور چٽيل آهن، جن ۾ 2 ٻن ٿوهن وارا اٺ، هڪڙو هڪ ٿوهي وارو اٺ، ٻہ سرهہ، هڪ ڳڏ ۽ ڪي وڻ چٽيل يا اڪريل آهن. هي چٽ مختلف وقتن جا اڪريل نظر اچن ٿا.

**ڇپ نمبر-3:** ڇپ نمبر 2 جي مٿان هيٺ ٽين ڇپ آهي، جنهن تي بہ ڪافي تعداد ۾ چٽ چٽيل آهن. هن ڇپ تي هڪ سرهہ اڪريل آهي، جنهن جي پرسان هڪ ماڻهو تلوار ۽ ڍال کنيو بيٺو آهي، ٻي تصوير ۾ هڪ شڪاري تلوار ۽ ڍال سان گهوڙي تي ويٺل اڪيريو ويو آهي، اهڙي قسم جي اڪر بلوچستان جي ماڳ تور ديراءِ وٽان بہ ملي آهي، جنهن کي ڪشان دور جي اڪر سمجهيو وڃي ٿو ساڳيءَ ڇپ تي هڪ پاسي هڪ ڀوت نما ماڻهو ناهيو ويو آهي، جنهن جون ٻانهون هوا ۾ ڦهليل آهن، جنهن جي هٿن جون آڱريون ڪرڙيءَ جي پيرن وانگر وڏيون آهن، هي وڏي پيٽ ۽ سنهين ڄنگهن وارو ڀوت جڻ ماڻهن کي ڊيڄاري رهيو آهي. هي چٽ فني اعتبار کان سادا آهن، رڳو ليڪون ڏئي شڪل کي ناهيو ويو آهي. اتي ئي هڪ ماڻهو ٻئي ٻانهون چيلهہ تي رکي بيٺو آهي. هندستان ۾ ان قسم جي چٽن کي ناچو موسيقار ۽ ڳائڻ وڄائڻ وارا سمجهيو ويو آهي. انهيءَ ڇپ تي هڪ پاسي هڪ ماڻهو هڪ سرهہ ۽ هڪ ڪتو چٽيل آهي، جنهن ۾ ڪتو سرهہ کي شڪار ڪري رهيو آهي ۽ ماڻهو اهو منظر ڏسي رهيو آهي. ايئن هن هنڌ ٻيا بہ ڪيترائي چٽن جا قديم ۽ جديد نمونا اڪريل آهن. قديم ۽ جديد اڪر ۾ ڪجهہ فرق نمايان نظر اچي ٿو، پر پوءِ بہ پڪ سان وقت جو تعين وڏي تحقيق گهري ٿو.

**سيتارو** (ديهہ): تعلقي ٺري ميرواهہ ۽ ضلعي خيرپور ميرس جي هڪ ديهہ جو نالو آهي، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

سيتارو، حاجي عالم ڪبر ۽ محمد صالح ڏکڻ.

**سيتا زينب** (ناول): هي مشهور ڪهاڻيڪار، شاعر ۽ ڊراما نويس زيب سنڌيءَ جو ناول آهي. ناول جو مهاڳ ليکڪ پاڻ لکيو آهي، جڏهن تہ بئڪ ٽائيٽل تي عبدالقادر جوڻيجي جا تاثر شامل آهن. ناول جو موضوع ڇوڪرين جو مذهب بدلائڻ آهي، جيڪو موضوع اڄوڪي سماج ۾ شدت اختيار ڪري ويو آهي. ناول جي خوبي ان جو ربط آهي.

ناول بابت عبدالقادر جوڻيجي لکيو آهي تہ "ڊائريڪٽر دوست جي زور بار تي هن هلندي ناول کي روڪي، ناول جي اسٽوري لائين تي ٽيلي فلم لکي ڇڏي هئي، پوءِ سندس ناول اڌورو رهجي ويو. اڌ ۾ ڇڏيل ڪڏهن بہ پورا نہ ٿيندا آهن، پر زيب سنڌيءَ جو ڪمال آهي تہ هن اهو ڪم ڪري ڏيکاريو." هن ناول جي ڪهاڻيءَ تي مشهور اردو چينل اي. آر. واءِ. سيتا زينب نالي سان ٽيلي فلم ناهي جنهن شهرت ماڻي، جيڪا ڏهاڪو دفعا ٽيليڪاسٽ ٿي.

پڪي جلد سان 144 صفحن تي مشتمل هي ناول روشني پبليڪيشن 2011ع ۾ ڇپايو، جنهن جي قيمت 150 روپيا ڄاڻايل آهي. هن ناول کي سنڌي ادبي سنگت سنڌ 2011ع جي بهترين ناول جو اوارڊ ڏنو آهي.

**سيتاسر** (ساڌٻيلو): سکر ويجهو سنڌو درياهہ جي ڪپ تي پاڻيءَ جي مٿاڇري سان ٺهڪندڙ سئين پٽي واري ٽڪري مٿان ڪجين جي جهرمٽ ۾ هڪ گنبذ جڙيل آهي، جنهن کي ساڌ ٻيلو چيو وڃي ٿو. اها ٽڪري هڪ ميل جي گهيري تائين پاڻيءَ هيٺان هوندي هئي. سياري جي موسم ۾ درياهہ جي جهڪي ٿيڻ تي وري ظاهر ٿيندي هئي. آبڪلاٽي ۾ ان جو ڪو نشان نظر ڪو نہ ايندو هو ان ڪري مٿان ايندڙ ڪيئي ٻيڙيون ان سان ٽڪرجي پرزا پرزا ٿي درياهہ ۾ ٻڏي ٿي ويون. ان صورتحال کي ڏسندي مير معصوم بکري 1014هه/1605ع ۾ هڪ وڏي ٻيڙي پٿرن سان ڀرائي اتي وجهرائي ڇڏي. انهيءَ ڀراءَ پوڻ کان پوءِ هڪ سائو گنبذ تيار ڪرائي مٿس 'سيتا سر' نالو رکيائين.

**سيتا ڦل** (Custard apple): هي قدرتي جهنگلي ميوو آهي، جيڪو پاڪستان جي ڏاکڻي گرم پٽيءَ ۾ پوکجي ٿو سيتا ڦل کي اردوءَ ۾ شريفہ چون. هي ميوو ايشيا، آمريڪا ۽ ويسٽ انڊيز جي گرم علائقن ۾ بہ پوکيو وڃي ٿو هي وڻ اوچائيءَ ۾ 15 فوٽن تائين ٿئي ٿو جنهن جا پن

خوشبودار ٿين ٿا ۽ هن جو ميوو نارنگيءَ جي ميوي جيترو بيضوي ۽ ڊيگهه ۾ ٽي چار انچ ٿئي ٿو. هن ميوي جي کل ناهموار، ٻج ڪارو ٿئي، ميوي جو اندريون ڳر تمام سنو، ذائقيدار ۽ خوشبودار ٿئي ٿو. هن جو پڪل ميوو سِڌي طرح کاڌو وڃي ٿو. جنهن ۾ جهجهي مقدار ۾ غذائي جزا ملن ٿا. هن جي ٻج مان تيل ۽ کٽ وڏي مقدار ۾ ملن ٿا، جنهن جو تيل صابڻ ٺاهڻ جي ڪم اچن ٿا. هن ميوي جو کاڌي وارو حصو 75 سيڪڙو ۽ پروٽين جوکجهه سيڪڙو



ٿئي ٿو. سيتا ڦل جو باغ سال جي ٻنهي موسمن ۾، يعني بهار (فيبروري- مارچ) ۽ ساوڻ (جولاءِ-آگسٽ) ۾ لڳائي سگهجي ٿو. سيتا ڦل جي وڻ مان سراسري طور في وڻ مان 30 کان 40 ڪلوگرام پيداوارا حاصل ڪئي وڃي ٿي.

**سيتانگ** (Hyperhidrosis): سيتانگ گهڻي پگهر نڪرڻ (Perspiration) جي بيماري آهي، جنهن ۾ هٿن، پيرن جي ترين ۽ بغلن مان گهڻي مقدار ۾ پگهر وهندو آهي. عام ٻوليءَ ۾ هن بيماريءَ کي هٿن، پيرن ۽ بغلن جو نزلو چيو ويندو آهي. هن بيماريءَ ۾ گهڻي پگهر نڪرڻ جو سبب بيماريءَ هيٺ آيل عضون جي پگهر آڻيندڙ غدودن (Sweat Glands) ۾ غير فطري (پاڻمرادو) خرابيءَ جي ڪري آهي. ڏٺو ويو آهي ته هن بيماريءَ ۾ ماڻهن جا جذبات (Emotions) پگهر آڻيندڙ غدودن جي فعل تي گهڻو ناڪاري اثر پيدا ڪندا آهن. اهوئي سبب آهي جو حساس، نازڪ طبيعت وارن، ڪاوڙيل ۽ ذهني پريشان رهندڙ ماڻهن کي هيءَ بيماري عام ٿيندي آهي، تنهن کانسواءِ هيءَ بيماري گهڻن ماڻهن ۾ موروثي به هوندي آهي.

**سيتا نئن**: هيءَ نئن ديهه ڪوهستان ضلعي قنبر- شهدادڪوٽ جي سپ کان مشهور نئن آهي ۽ پنهنجي وجود ۾ سوين ور وڪڙ رکي ٿي. هر وڪڙ ۾ وڏيون جابلو ٽڪريون ۽ جبل اٿس، جيڪي ڪنهن نه ڪنهن نالي سان منسوب آهن. هيءَ نئن هڪ قدرتي ڦاٽ آهي، ڏاڙهياري جبل کان لهي پينئرو ۽ ڪکر جبلن کان وراڪا ڏئي هلي 'ميري ڏند' ۾ چوڙ ڪري ٿي. هيءَ نئن ٻارهن ئي مهينا وهي ٿي، جنهن تي جابلو ماڻهو آبادي ڪندا آهن. برسات جي موسم ۾ هن نئن جو خوبصورت نظارو ڏسڻ وٽان هوندو آهي. ڪنهن جبل جي مٿانهين چوٽيءَ تان نگاهه ڪبي ته هيءَ نئن پري کان خوبصورت ماترين مان جهڙوڪر نانگ وارا وڪڙ هڻندي نظر ايندي.

هن جابلو نئن جي قديم آثارن ۽ ماڳن جي قدامت مان اندازو ٿئي ٿو ته هيءُ اسلام کان اڳ ٻڌن جي دور سان واسطو رکي ٿي، سيتا شايد ٻڌ دور جي ڪا وڏي رتبي واري عورت هئي، مشهور ڏند ڪٿائي داستان 'رام چندر ۽ سيتا' جو هن ڪردار سان ڪو به سبند آهي يا نه، اهو محققن لاءِ تحقيق جو هڪ پهلو آهي.

هن نالي سان ديهه ڪوهستان ۾ 'سيتا جي ڏاٽ' جبل ۽ ڦٽل دڙو به آهي. ميهڙ ۽ ڏوڪري تعلقن ۾ به هن نالي سان پراڻا ڳوٺ ۽ پڊ واقع آهن. دادو ضلعي ۾ 'سيتا' نالي سان هڪ شهر به آهي، جيڪو هن وقت 'رحماني نگر' جي نالي سان به سڏيو وڃي ٿو.

قنبر جي ديهه ڪوهستان ۾ واقع سيتا جي دڙي تي اسٽوپا جا آثار به لڌا ويا آهن. جنهن مان قوي امڪان نڪري ٿو ته هيءَ وستي اڳاٽي دور ۾ 'ٻڌ ڌرم' جو مرڪز هئي. هن ڌرمي آستان لڳ هڪ زيارت گاهه 'تيرٿ وارو تلاءُ' به ڦٽل صورت ۾ موجود آهي.

برساتن جي موسم ۾ مقامي ماڻهو سهولت خاطر هن نئن مان هٿرادو طريقي سان پاڻي وهائي، هڪ تلاءُ جمع ڪندا آهن. اهڙي تلاءَ کي مقامي ماڻهو 'ڪٽ' چوندا آهن ۽ جنهن هيناهينءَ تي برسات جو پاڻي پاڻمرادو جمع ٿي ويندو آهي، ان کي 'چڪٽ' چوندا آهن. هن نئن تان 'حيار' ۽ 'ٻيلو' نالي به ڪنب به سيراب ٿين ٿا. هن نئن ۾ 'مهاشير' مڇي به ٿئي ٿي. جابلو ماڻهو مڇيءَ کي 'ڪرو' چوندا آهن، جنهن جي معنيٰ 'بدصورت' آهي. انهيءَ مڇيءَ جو وزن اٽڪل ڏيڍ پاءُ ٿئي ٿو. 'ڳاڙهي پر' تي هن نئن جي پڇاڻي ٿئي ٿي.

**سيتا هرڻ** (**ڪتاب**): هيءُ ناوليٽ اردو زبان جي جڳ مشهور ناول نگار ۽ ڪهاڻيڪار خاتون قرة العين حيدر جو لکيل آهي. هن هي ناول 1965ع ۾ لکي پورو ڪيو هو. هن ناول جو سنڌي ترجمو، ناميارو ليکڪ ۽ مترجم ولي رام ولڀ ڪيو آهي. 'سيتا هرڻ' ناوليٽ جو ڪينواس جاگرافيائي، تاريخي ۽ تهذيبي لحاظ کان وسيع آهي. هن ۾ هندستان جي عظيم رزميه شاعري 'رامائڻ' جي واقعن کي 'System of reference' بڻائي، سيتا ميرچنداڻيءَ جي ڪهاڻي پيش ڪئي وئي آهي.



'سيتا هرڻ' ناوليٽ جا ٽي ايڊيشن شايع ٿي چڪا آهن. پهريون ڇاپو 'آگر' پبليڪيشن ايجنسي، حيدرآباد پاران 1977ع ۾، ڪرائون سائيز جي 264 صفحن تي ڇپائي پڌرو ڪيو. جنهن جي قيمت اٺ روپيا رکي وئي.

ساڳئي اداري هن ڪتاب جو ٻيو ڇاپو 1982ع ۾ ڇپايو. جنهن جي قيمت 18 روپيا رکي وئي، بعد ۾ روشني پبليڪيشن، ڪنڊياري/ حيدرآباد هن ڪتاب جو ٽيون ايڊيشن 1996ع ڌاري ڇپائي مارڪيٽ ۾ آندو. جنهن جي قيمت 100 روپيا آهي.

**سيتائي، آخوند عبدالرحمان پٽي:** آخوند عبدالرحمان پٽي ولد آخوند مولانا ڄُتي پٽيءَ، سال 1272ھ/ 1855ع ۾ سيتا ننڍي، تعلقي دادوءَ ۾ جنم ورتو. پنهنجي والد بزرگوار کان علم جي تحصيل ڪيائين. اسلامي علمن ۾ ماهر ٿيو ۽ عربي فارسيءَ تي عبور حاصل ڪيائين. فقہ حديث ۽ تفسير ۾ گهڻا شاگرد پيدا ڪيائين. سلو خوش نويس ۽ خطاط هو. سندس ڇڏيل ترڪي مان هڪ ڪتابچو سندس هٿ اکرين لکيل مليو آهي، جنهن ۾ هن ’محمود نامہ‘ لکيو آهي. هيءَ ننڍڙو فارسي قلمي مسودو ڪاري مس سان لکيل آهي، جڏهن تہ فارسي لفظن جي معنيٰ بہ فارسيءَ ۾ لکي اٿس. جنهن لاءِ ڳاڙهي مس استعمال ڪئي اٿس. هن ڪتابچي جو پهريون پنو يعني پهريون غزل گردش زمانہ سبب گم ٿيل آهي، باقي سمورا غزل سلامت آهن. آخر ۾ هينيان لفظ لکي، اهو ڪتابچو پورو ڪيو اٿس:

**”تمام شد ازدست پر تقصير مسکين عبدالرحمان**
**الاهي هر آنکس کہ آنخط نوشت گناهش کني عفو بخشي بهشت.“**

آخوند خاندان جو هيءُ عظيم فرزند 56 سالن جي ڄمار ۾ سال 1329ھ/ 1911ع ۾ رحلت ڪري ويو. ڪانئس پوءِ سندس پاءُ آخوند مولانا الله بخش پٽيءَ مڪتب هلايو.

**سيتائي، آخوند محمد دائود پٽي:** آخوند محمد دائود پٽي سيتائي ولد آخوند ڇتو پٽي سيتائي سنڌ جي قديم تاريخي، علمي ۽ ادبي ڳوٺ سيتا ضلعي دادوءَ ۾ سال 1304ھ/ 1886ع ۾ جنم ورتو. هن



عربي ۽ فارسي جي تعليم پنهنجي بزرگ پاءُ آخوند محمد صالح پٽي سيتائيءَ کان حاصل ڪئي. پنهنجي پاءُ جي رحلت بعد ساڳئي مدرسي ۾ معلم ۽ مدرس جون ذميواريون سرانجام ڏنيون. ان کان سواءِ ڳوٺ جي پاڙي واري مسجد ۾ پيش امام بہ رهيو. آخوند صاحب بهترين مدرس، خطيب، خطاط ۽ فارسي زبان جو شاعر هو. مولانا روميءَ جا ڪيترا فارسي شعر ڪيس ياد هوندا هئا. وٽانئس جن علمي فيض حاصل ڪيو، تن ۾ ملا محمد، ڏٽي بخش چنو محمد ڄُتل پٽي، احمد خان سيال، ڊاڪٽر غلام قادر چنو ماستر نبي بخش پٽي، محمد بخش چنو بشير سيتائي ۽ ٻيا ڪيترائي طالب علم ۽ نياڻيون شامل آهن. سندس وقت جي وڏن عالمن مولوي احمد ملاح، مولوي عبدالله چانڊيي، مولوي عبدالغفور ۽ ٻين سان علمي دوستي هوندي هئي.

آخوند محمد دائود پٽي مهمان نواز، اهلِ علم ۽ اهلِ دل انسان هو. سندس مدرسي ۽ اوطاق ۾ عالمن ۽ اڪابرن جي اچ وڃ رهندي هئي.

آخوند صاحب 1393ھ/1973ع ۾ رحلت ڪئي. سندس آخري آرامگاھ قديم قبرستان دارا شاھ ۾ آهي.

**سيتائي، آخوند محمد موسيٰ پٽي:** آخوند محمد موسيٰ پٽي ولد آخوند مولانا الهہ بخش پٽي، سيتا ڳوٺ ۾، 15 اپريل 1907ع تي جنم ورتو. ڪيس ننڍپڻ ۾ پنهنجي خانداني مدرسي ۾ آخوند محمد صالح پٽي سيتائيءَ وٽ پڙهڻ لاءِ



ويهاريو ويو. جتي ڪيس قرآن، تفسير ۽ حديث جا درس ڏنا ويا ۽ ان سان گڏ فارسيءَ ۾ : ڪريما، گلستان ۽ بوستان پڻ پڙهايا ويا. جوانيءَ ۾ سندس اک اڙجي وئي، جنهنڪري ديني علمن: عربي ۽ فارسي جي تعليم اڌ ۾ ڇڏيائين ۽ وڌيڪ پڙهڻ کان نابري واري ڇڏيائين. والدين ۽ خاندان جي وڏڙن مٿس زور ڀريو. پر پاڻ مزدوري ڪري پنهنجون ضرورتون پوريون ڪندو رهيو ۽ شاعري شروع ڪيائين ۽ سوز ڀريون درد انگيز ڪافيون ڳاهيائين. ڪيس، پنهنجي وڏڙن پنهنجي خانداني مدرسي جو مدرس، معلم ۽ آخوند ڏسڻ پئي چاهيو. نيٺ وڏڙن ڪيس شاديءَ لاءِ آماده ڪيو ۽ پنهنجي ئي خاندان مان آخوند محمد صالح پٽيءَ جي پڙهيل لکيل نياڻي عظيمہ بتول سان شادي ڪرائي وئي جيڪا سگهڙ، سياڻي ۽ نيڪ سيرت خاتون هئي. هن خاتون ساڻس ڏک سور ۾ خوب نڀايو ۽ اڳتي هلي آماده ڪيو تہ هو پنهنجي اڌ ۾ ڇڏيل ديني تعليم مڪمل ڪري. هيءَ خاتون گهريلو هنرن ۾ قابل هئي. هن پورهيو ڪري ڀرت، رليون، هار، سڳيون، اڳٺ، ٽوپيون ۽ موڙ ٺاهي گهرو خرچ جو پورائو ڪيو ۽ ڪيس ان قابل بڻايو تہ هو پئي فڪر کان آزاد ٿي، رهيل تعليم مڪمل ڪري. پنهنجي ان وفادار ۽ نيڪ سيرت زال جي چوڻ تي هن نئين سر تعليم جو آغاز ڪيو ۽ ان وقت مدرسي جي نائب معلم آخوند محمد دائود پٽيءَ وٽ پڙهڻ شروع ڪيو. جنهن وٽان عربيءَ ۽ فارسيءَ جو نحوَ ۽ صرف، تفسير ۾ فوز الڪبير، تفسير جلالين ۽ تفسير بيضاويءَ جا درس پڙهي مڪمل ڪيا ۽ فقه ۾ هدايہ، سراجي، قدوري ۽ ڪنز الدقائق پڙهي پورا ڪيا. جنهن تي سندس والدين خوشيءَ جو اظهار ڪيو. ترت پنهنجي علمي زندگيءَ ۾ اچي هڪ برک عالم، انسان دوست ۽ علم دوست بڻجي ويو. سال 1937ع ۾ سندس سُهري آخوند محمد صالح پٽي ۽ هڪ سال بعد يعني 1938ع ۾ سندس والد آخوند مولانا الهہ بخش پٽيءَ بہ وفات ڪئي ۽ سمورو بار سندس ڪلهن تي اچي ڪڙڪيو. سال 1949ع ۾ سندس گهر واري بہ گذاري وئي. 1973ع ۾ آخوند محمد دائود پٽيءَ جي وفات کان پوءِ انهيءَ مسجد جو پيش امام ۽ پٽين جي مدرسي جو معلم ٿيو ۽ اهي ديني ۽ علمي خدمتون آخري دم تائين سرانجام ڏنائين. وٽس وڏڙن جو ڪتبخانو هو. جنهن ۾ عربيءَ ۽ فارسي ڪتابن جو سٺو ذخيرو هو.

هن 81 سالن جي ڄمار ۾، 15 مارچ 1988ع مطابق 26 رجب المرجب 1408ھ تي وفات ڪئي. رحلت وقت پوئتي پنج پٽ ۽ چار نياڻيون

ڇڏيائين. سندس پهرين گهر واريءَ مان بشير سيتائي، سنڌ جو ناميارو شاعر ۽ اديب آهي.

آخوند محمد موسيٰ پٽي، درس و تدريس جي مصروفيت سبب پنهنجي ڪا علمي ادبي تصنيف نه ڇڏي البت سندس سنڌي ۽ سرائڪي ڪافيون، جن جو تعداد هڪ سؤ کن ٿيندو، محفوظ آهن.

**سيتائي، آخوند مولانا ڇُتو پَٽي**: سيتا ڳوٺ ۾ پٽين جي مدرسي جو بنياد، انگريز دور کان اڳي جو پيل هو، پر آخوند مولانا ڇُتي پَٽيءَ ان مدرسي جو نئين سر نصاب ۽ نظام مقرر ڪري، ان کي باقاعدي ۽ باضابطه بڻايو. آخوند ڇُتي جو جنم سندس خانداني روايت مطابق سنه 1247هه/ 1831ع ۾ ٿيو. آخوند صاحب جي والد بزرگوار جو نالو آخوند گاهي هو. ديني تعليم ۽ عربي فارسي زبان سان وابستگيءَ ڪيس خانداني ورثي طور ملي هئي. هو ڪيترا سال درس و تدريس جو ڪم ڪندو رهيو. هن پنهنجي پيل خطي ۾ ڪيترن شاگردن کي تعليم جي روشنيءَ سان منور ڪيو ۽ پنهنجي وقت جا بهترين معلم، مدرس ۽ عالم پيدا ڪيا ڪيس پهريائين هڪ نياڻي پيدا ٿي ۽ پوءِ ست پٽ ترتيبوار: عبدالرحمان، الهه بخش، محمد صالح، الهڏنو، گاهي، عبدالرحيم ۽ دائود پيدا ٿيا. سندس ستن پٽن مان چار پٽ علم ۽ فضيلت سان بهرور ٿي آخوند جي لقب سان نمايان ۽ نروار ٿيا. جن جا نالا آهن: آخوند عبدالرحمان پٽي، آخوند الله بخش پٽي، آخوند محمد صالح پٽي، آخوند محمد دائود پٽي، اهي چارئي شخص پنهنجي دور جا عالم، فاضل، معلم ۽ مدرس بڻيا. اهي عالم دين نه رڳو ديني علمن ۾ يڪتاءِ روزگار هئا، پر بهترين خوشنويس ۽ خطاط به هئا. سندس قلمي نسخا بهترين خوشنويسي ۽ رسم الخط جا اعليٰ نمونا آهن.

آخوند مولانا ڇُتو پٽي سيتائي، 68 سالن جي ڄمار ۾ سنه 1317هه بمطابق 1899ع ۾ وصال ڪري ويو.

**سيتائي، بولچند**: مشهور شاعر بولچند جنهن کي بولومل پڻ چوندا هئا، سال 1882ع ۾ سيتا نندي، تعلقي دادوءَ ۾ ڄائو. هو قابل استاد هو ۽ تعليم جي ميدان ۾ وڏو نالو ڪمايائين. بولچند سٺو شاعر، ڊرامه نگار، مصور، ڊزائينر ۽ بت تراش به هو. بهترين پورٽريٽ، لئنڊ اسڪيپ ۽ اسڪيچ ٺاهي سگهندو هو. ان دور ۾ ڪافي هندن جي گهرن جي ڊزائين، مورتين ۽ تصويرن سينگارڻ واري عمل ۾ بولچند جو وڏو هٿ هو. سندن اڪثر گهر، مندر، پاٺشالائون ۽ پنچائت گهر سندس تصويرن سان سينگاريل هوندا هئا. هن سيتا ڳوٺ جي پرائمري اسڪول جي هڪ ڪمري ۾ هڪ عورت ۽ ڪاز پکيءَ جي خوبصورت تصوير پينٽ ڪئي هئي، جيڪا سندس انڊيا لڏي وڃڻ کانپوءِ پنجاهه سالن تائين سندس ياد تازي ڪندي رهي. ان ئي تصوير کان متاثر ٿي بشير سيتائيءَ هڪ نظم 'بولچند جي نانءَ' ۾ هن عظيم مصور کي خراج تحسين پيش ڪيو آهي. اڳتي هلي اسڪول جي مرمت وقت ڪن بدذوق ماڻهن ان تصوير جو خيال نه رکندي اها تصوير تباهه ڪري ڇڏي.

بولچند سيتائي شاعري به ڪندو هو ۽ ڪجهه ڊراما لکي اسٽيج ڪرايائين. هڪ هندو ناري ديا ٻائي سان سندس عشق مشهور هو جنهن سان پوءِ شادي ڪيائين. برصغير جي ورهاڱي وقت سيتا ڳوٺ کي هميشه لاءِ ڇڏي ڀارت هليو ويو.

**سيتائي، لونگ خان 'لائق'**: لونگ خان ولد محمد پريل سولنگي، سيتا وليج جي پر ۾ واقع ننڍڙي ڳوٺ 'وريو سولنگيءَ' ۾ 21 جون 1932ع تي پيدا ٿيو. هن ابتدائي تعليم پرائمري اسڪول سيتا وليج مان ورتي ۽ سنڌي فائينل جو امتحان 1947ع ۾ پاس ڪري 11 جون 1948ع کان استادي پيشو اختيار ڪيو. شاعريءَ جو شوق ڪيس شاگرديءَ جي زماني ۾ ٿيو. هي ڪافيون ڪلام ٺاهي پنهنجي ذوق جي تڪميل ڪندو هو. ان دور جي مشهور شاعر ۽ اديب حڪيم جمع خان 'غريب' جي زير تربيت رهي. شاعريءَ جي وزن بحر ۽ فني لوازمن جي باضابطه ڄاڻ حاصل ڪيائين ۽ ان جي وفات کانپوءِ ان دور جي قادرالڪلام شاعر عبدالله اثر لاڙڪاڻويءَ کان به اصلاح وٺندو رهيو. پنهنجي محنت، مشق آزمائي ۽ ذهني صلاحيتن سبب علم عروض تي عبور حاصل ڪري شاعريءَ جي هر صنف تي طبع آزمائي ڪيائين.

سنڌ جي جنهن پهرئين مشاعري ۾ هن شرڪت ڪئي، اهو حيدرآباد ۾ منعقد ٿيو هو ۽ ان جي طرح هئي: 'قصهٔ منصور ٿي يا طور جو افسانو ٿي'. اهڙيءَ طرح لونگ لائق سيتائي، جمعيت الشعراء سنڌ ۽ ٻين مختلف بزمن ۽ ادبي انجمن طرفان منعقد ٿيندڙ مشاعرن ۾ وڏي جوش و خروش سان حصو وٺندو رهيو. سنڌ جي ان دور جو ڪو شايدئي اهڙو مشاعرو هجي، جنهن ۾ لائق سيتائي حصو نه ورتو هجي. ان ڳالهه جو ثبوت پنهنجي ڇڏيل ڪثير تعداد ادبي دعوت نامن مان ملي ٿو. شاعريءَ سان ڪيس بيحد لڳاءُ هو جتي به ويهندو ته دوستن احبابن کي موقعي جي مناسبت سان شعر ٻڌائيندو هو.

سندس وفات 21 اپريل 1987ع ۾ ٿي.

**سيتائي ليلارام 'شاعر'**: مشهور شاعر ليلارام، جنهن جو تخلص 'شاعر' هو سيتا وليج ۾ 1890ع ۾ سيتا، تعلقي خيرپور ناٿن شاهه ۾ جنم ورتو هو هڪ قابل استاد ۽ شاعر هو. شاعريءَ ۾ سندس اصلاح مرحوم جمع خان 'غريب' ڪندو هو نهايت عمدو ۽ پختو غزل لکندو هو. استاد سان گڏجي 'جمعيت الشعراء سنڌ' جي مشاعرن ۾ حصو ورتائين. سندس ڪلام 'اديب سنڌ' ۽ ان دور جي ٻين ادبي رسالن ۾ ڇپيو هو. ورهاڱي وقت هندستان لڏي ويو.

سندس هيٺيون شعر اديب سنڌ جي ڪانفرنس نمبر (اپريل مئي 1944ع) واري شماري ۾ شايع ٿيل آهي، جيڪو هتي پيش ڪجي ٿو:

عشق هن جي ۾ مان اهڙو ٿي ويو مدهوش هوس،
منهنجي دولت هن لٽي ٿي مان مگر خاموش هوس.
آهه زاري، بيقراري، مون ڪئي تاهم مگر
تيرِ مزگان پيو هٽي ڏاڍو، ڪو مون تي جوش هوس.

**سيتلا ماتا مندر پين پورو:** ڪراچيءَ جي علائقي لي مارڪيٽ، پين پوري ۾ نانگ ناٿ مندر ۽ شومندر جي پويان سيتل ڪمپائونڊ ڊاٺهن. اتر اوڀر پاسي سيتلا ماتا جو پراڻو مندر آهي، جنهن جي ڪجهه حصي تي قبضو ڪيو ويو آهي. مندر کي آڳاٽو هڪ هندو خاندان آباد ڪيو ويٺو هو، جيڪو هن وقت لڏي ويو آهي. نوراني بس اسٽاپ جي سامهون پين پوري جي سموري علائقي ۾، نيپيئر روڊ تائين ۽ هيٺي پاسي موجوده رسالا پوليس ٿاڻي کان بندر روڊ تائين ڪافي هندو رهندا هئا، جيڪي هن وقت هتان هليا ويا آهن. پين پوري جي بچيل هن مندر جي اڏاوت نهايت خوبصورت آهي، جنهن کي بچائڻ جي سخت ضرورت آهي.

**سيتلا ماتا مندر رتن تلاءُ:** فريئر روڊ ڪراچيءَ کان برنس روڊ ڏانهن ويندي ساڄي هٿ تي هنومان مندر لڳ سوڙهي گهٽيءَ ۾ ستلا ماتا جو مندر موجود آهي، جنهن جي دروازي تي لکيل آهي 'مائي جنت ڪا تعزيا'. مندر جي پسگردائيءَ ۾ مندر جي زمين تي دڪان ٺهي ويا آهن. مندر جو ڪمرو بچيل آهي، جنهن ۾ ٽي سماڌيون هيون. مندر جي هڪ ڪنڊ تي مائي جنت جي تعزيي جو عَلم رکيل آهي ۽ مائي اندر رهي ٿي. هتي مزدور رنگ وغيره جو سامان اچي رکندا آهن. هن مندر جي حفاظت نہ ڪئي وئي تہ ان جا آثار مٽجي ويندا.

**سيتل داس سوامي:** سماج سڌارڪ، شاعر، ڊراما نگار ۽ اداڪار مهراج سيتل داس سوامي، پني عاقل لڳ ٻائجي جي مشهور برهمڻ خاندان ۾ ياڳچند ٻانيڻ جي گهر 1910ع ۾ ڄائو هن مئٽرڪ بمبئي يونيورسٽيءَ مان ڪرڻ بعد پوليس ڪاتي ۾ نوڪري اختيار ڪئي، پر ڪجهه سالن بعد استعيفا ڏنائين. ننڍيءَ عمر ۾ سندس شادي نوراجا جي ٻانيڻ خاندان مان مولي ٻائي سان ٿي، جيڪا ورهاڱي ڪانپوءِ ڪٽنب سميت ڀارت لڏي وئي. سيتل داس شروع ۾ مهاسڀائي هو ۽ پني عاقل ۾ مهاسڀائي هندو نوجوانن جي سياسي تربيت ڪندو هو پاڻ وڏو شاعر هو شاهہ، سچل سامي ۽ روحل سان عقيدت رکندو هو ۽ صبح جو پوڄا پاٺ ۽ چهل قدميءَ ڪانپوءِ سندن شاعري پڙهڻ معمول هوندو هيس. مخدوم طالب المولىٰ سان بہ ويجهڙائي هيس، جنهن کي استاد ڪوٺيندو هو غلام حيدر شاهہ ڀٽ شاهہ واري ۽ پير آف ٺلهو شريف سان اچڻ وڃڻ جو سلسلو هئس.

سيتل داس سواميءَ جو هڪ حادثي ۾ هٿ ڪپجي ويو تنهن هوندي بہ ٺونٺ سان پين ٻڌرائي، سهڻن اکرن ۾ شاعري لکندو هو شاعريءَ ۾ 'داس' تخلص اختيار ڪيائين. سندس شاعريءَ جا 8 مسودا اڻ ڇپيل حالت ۾ سندس پاليل ٻالڪي لعل چند وٽ محفوظ هئا، پر وقت جي گردش ۾ اهو مواد گم ٿي ويو.

پني عاقل شهر ۾ قائم ايم. ايس پبلڪ اسڪول سندس نالي سان منسوب آهي، جنهن جو قيام مهراج سيتل داس جي خرچ سان ٿيو سيتل داس بهترين ڊراما نگار، آرٽسٽ ۽ والي بال جو سٺو ڪيڏاري هو هر سال پني عاقل شهر ۾ ملڪي سطح جون شوٽنگ بال ٽورنامنٽون منعقد ڪرائيندو هو.

هن شهر ۾ ڪيترائي بهترين ڊراما اسٽيج ڪيا. ڪن حاسدن ڪيس تڪليفون بہ ڏنيون، پر پوءِ بہ هن سماجي ڀلائيءَ جا ڪم جاري رکيا. سندس خرچ سان تعمير ڪيل پبلڪ اسڪول سندس حياتيءَ ۾ ئي نيشنلائزڊ ٿيو.

سيتل داس سوامي، 8 آگسٽ 1981ع تي وفات ڪئي.

**سيٽو** (SEATO): ڏکڻ اوڀر ايشيائي تنظيم. اٺن ملڪن يعني آسٽريليا، برطانيا، فرانس، نيوزيلينڊ، پاڪستان، فلپائين، ٿائيلينڊ ۽ آمريڪا جي تنظيم، جنهن منيلا ۾ گڏيل دفاعي معاهدي تي دستخط ڪيا. معاهدو 1955ع ۾ لاڳو ٿيو. هن معاهدي جو مقصد ڏکڻ اوڀر ايشيا ۾ امن جي ضمانت هو، جنهن کي اڳتي هلي ويٽنام، لائوس ۽ ڪمبوڊيا تائين وڌايو ويو 1956ع ۾ ڪمبوڊيا ان معاهدي جي مخالفت ڪئي. ان ۾ پئسفڪ چارٽر جو اضافو ٿيو



جنهن ۾ ايشيائي ۽ پئسفڪ ملڪن جي حقن، مساوات ۽ خودمختياريءَ جو اعلان ڪيو ويو هن تنظيم جو مرڪزي دفتر بئنڪاڪ ۾ هو جتي ان جا ساليانا اجلاس ٿيندا هئا. پاڪستان پڻ هن تنظيم کي غيرمؤثرسمجهي، 1972ع ۾ ان کان ڌار ٿي ويو 1979ع ۾ باضابطي سيٽو جي خاتمي جو اعلان ڪيو ويو.

**سي. ٽي. اسڪين** (C.T Scan): هي هڪ ڪمپيوٽرائيزڊ مشين آهي. ڪمپائونڊ ٽيڪنالاجي (C.T) جي ڪري ڊاڪٽر ٻهريون پيرو جسم جي اندرئين نرم ٽشوز کي ڏسڻ جي قابل ٿيا. هيءَ ايجاد ايڪسري کان اڳتي هڪ وڏو قدم هو ايڪسري مان صرف هڏن ۽



عضون جو خاڪو نظر ايندو هو. سي. ٽي اسڪين کي سي. اي. ٽي اسڪين (ڪمپائونڊ Axial ٽوموگرافي اسڪين) بہ چيو ويندو آهي. هن ۾ هڪ ڪمپيوٽر جي مدد سان جسم جا ڪراس سيڪشن اميجز ٺاهيا

ويندا آهن. سي. ٽي 1972ع ۾ انگلينڊ ليبارٽري جي برطانوي انجنيئر Godfrey Hounsfield ايجاد ڪئي. ٻئي طرف ڏکڻ آفريڪا سان واسطو رکندڙ طبعي ماهر ايکن ڪارميڪ به الڳ نموني Tufts يونيورسٽيءَ ۾ هيءَ مشين ٺاهي. شروعاتي سي. ٽي اسڪينرز 1974ع ۽ 1976ع جي وچ واري عرصي ۾ استعمال ڪيا ويا، جيڪي صرف دماغ جي اسڪيننگ ڪندا هئا، پوري جسم جي سي. ٽي اسڪيننگ 1976ع ۾ ممڪن ٿي. هائونس فيلڊ جي ايجاد ڪيل سي. ٽي اسڪين ۾ ڊيٽا حاصل ڪرڻ ۾ ڪيترا ڪلاڪ ۽ ان ڊيٽا جي بنياد تي اميج ٺهڻ ۾ ڪيترا ڏينهن لڳي ويندا هئا. هاڻوڪي دور جا سي. ٽي اسڪين اک ڇنڀ ۾ نتيجو ڪڍي سگهن ٿا. پوري ڇاتيءَ جو اسڪين پنجن کان ڏهن سيڪنڊن ۾ ڪيو ويندو آهي. ڪمپائونڊ ٽيڪنالاجيءَ جي تاريخ دوران مريضن جي سهولت لاءِ ڪيترين بهترين پيدا ڪيون ويون ۽ گهٽ کان گهٽ وقت ۾ وڌ کان وڌ جسم کي اسڪين ڪرڻ ممڪن بڻايو ويو. ان سان گڏوگڏ اميج جي ڪوالٽي به بهتر کان بهتر ٿي. سي. ٽي اسڪين جو بنياد ايڪسري جي اصول تي آهي. سي. ٽي اميجز لاءِ فلم بدران ڪيلي جي شڪل جو هڪ ڊيٽيڪٽر استعمال ٿيندو آهي، جيڪو ايڪسري پروفائيل جي پيمائش ڪندو آهي. ٻاهران سي. ٽي اسڪين هڪ وڏي دٻي جهڙو لڳندو آهي، جنهن جي کليل حصي ۾ مريضن کي اندر داخل ڪيو ويندو آهي. ان جي ويڪر 24 کان 28 سينٽي ميٽر هوندي آهي. مشين اندر هڪ ڦرندڙ فريم هوندو آهي، جنهن جي هڪ پاسي کان ايڪسري ٽيوب ۽ ٻئي پاسي کان ڪيلي جي شڪل وارو ڊيٽيڪٽر لڳل هوندو آهي. ڦرندڙ فريم ايڪسري ٽيوب ۽ ڊيٽيڪٽر کي مريض جي چوڌير ڦيرائيندو آهي. جڏهن ايڪسري ٽيوب ۽ ڊيٽيڪٽر 360 ڊگرين جو هڪ چڪر مڪمل ڪندا آهن ته شٽرز جي مدد سان مخصوص ٿولهه جو اميج يا سلائس فوڪس ٿيندو آهي. جيئن جيئن ايڪسري ٽيوب ۽ ڊيٽيڪٽر چڪر مڪمل ڪندا آهن، تيئن تيئن ڊيٽيڪٽر ايڪسري بيم جون ڪيترين تصويرون ڪڍندو ويندو آهي. هڪ مڪمل چڪر دوران تقريباً هڪ هزار پروفائلن جو نمونو ورتو ويندو آهي، هر پروفائيل تقريباً 700 الڳ الڳ چينلز ۾ فيڊ هوندو آهي ۽ هڪ ڪمپيوٽر ان کي ٻئي اميج جي صورت ڏيندو آهي. پوري جي پوري اسڪين کي ڪنٽرول ڪرڻ لاءِ ڪيترا ڪمپيوٽر استعمال ڪيا ويندا آهن. ورڪ اسٽيشن تي ويٺل ٽيڪنيشن سڄي ڪارروائيءَ تي نظر رکندو آهي. سي. ٽي ڪمپيوٽرن ۾ شامل ڪيترا مائيڪرو پروسيسر اهم ڪم سرانجام ڏيندا آهن.

سي. ٽي اسڪيننگ ۽ ايڪسري ۾ هڪ اهم فرق هي آهي ته سي. ٽي جي مدد سان سڌو سنئون اميج ٺهڻ، جگر ۽ ڦڦڙن وغيره جي سنهن ٽشوز وچ ۾ فرق معلوم ڪرڻ ممڪن آهي. هي خاص ڪري رسوليون ڳولڻ لاءِ فائديمند آهي. سي. ٽي اسڪين سان رسولين جي موجودگي، سائيز ۽ جڳهه جي خبر پوندي آهي.

سي. ٽي اسڪين جي مدد سان جسم جي ڪنهن به حصي کي اسڪين ڪرڻ ممڪن آهي. مثال طور پٺيءَ جو ڪنڊو، ڪلهن ۽ ڳچيءَ جا جوڙ ۽ فريڪچر وغيره. هي دل، دماغ، جگر، ڦڦڙن ۽ اعصابي نظام ۽ رڳن جا مسئلا معلوم ڪرڻ جو به بهترين، تڪڙو ۽ سولو طريقو آهي.

**سينار** (ذات): روايتن موجب لسٻيلي ۾ گونگا قبيلي جو سردار 'جهلو' گونگو هو، جنهن کي ٽي پٽ هئا. انهن مان هڪڙي پٽ جو نالو 'زومڪ' هو، جنهن کي چار پٽ ڄاوا، جن مان هڪ جو نالو 'سينار' هو. ان سينار جي اولاد پاڻ کي 'سينار' سڏايو. هڪ ٻيءَ روايت موجب: محمد رند بن ابراهيم رند کي چار پٽ ابراهيم، شهٽو سونهيرو ۽ سينار هئا، جن مان ٽي پٽ ڪوهستان ۾ رهيا ۽ سينار وڃي لسٻيلي ۾ رهيو. جتي سندس اولاد 'سينار' ذات سان مشهور ٿيو. هن ذات وارا سنڌ ۾ رهن ٿا ۽ سينر ۽ سينارجا به پاڻ کي سينار جو اولاد سڏائين ٿا. هن ذات جي پٺيان سينارجا ڳوٺ ۽ سينارجا ريلوي اسٽيشن به آهن.

**سينارجا بالا** (ديهه): تعلقي گمبٽ ۽ ضلعي خيرپور ميرس جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

سينارجا بالا، جمعو ونڊيو، جنرل پيرزادو، پانڌي وڏهر، نهال ماڇي، سائينداد ماڇي ۽ خدا بخش سولنگي.

**سينارجا لوئر** (ديهه): تعلقي گمبٽ ۽ ضلعي خيرپور ميرس جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

سينارجا لوئر، پرتو واهڻ، گاڏهي، اوٺا، ماڇي ۽ ڪوڪر.

**سينارجن جا قاضي**: سينارجن جا قاضي عباسي خاندان سان واسطو رکن ٿا. سندن وڏا ڪهڙن جي مخدومن سان گڏ سنڌ ۾ اچي خيرپور ۾ آباد ٿيا. هنن جي مورث اعلیٰ يحيٰ، سينارجا شهر ۾ ديني مدرسو کولي تعليم تبليغ جو سلسلو شروع ڪيو. يحيٰ قاضي وڏو عالم ۽ باڪمال بزرگ ٿي گذريو آهي، سندس وفات کانپوءِ سندس ٻه پٽ قاضي عمر دراز ۽ قاضي الهيار به پنهنجي وقت جا عارف هئا. قاضي الهيار عالم هجڻ سان گڏ حافظ قرآن پڻ هو. هو پنجاب جي جهنگ علائقي ۾ پنهنجي مريدن وٽ وڃي رهيو ۽ وفات به اتي ئي ڪيائين. سينارجن ۾ قاضي يحيٰ جي مسند تي قاضي عمر دراز ويٺو. خيرپور جا ٽالپر حڪمران مير سهراب خان ۽ مير رستم خان ٻئي کيس عزت جي نگاهه سان ڏسندا هئا. سندس فتویٰ کي وڏي اهميت حاصل هوندي هئي.

عمر دراز جا ٻه پٽ قاضي خير محمد ۽ قاضي خان محمد به وڏا درويش ۽ عالم هئا. هن خاندان مان مير فضل الله، مير فيض محمد خان وٽ منشي هو، هو وڏو ڪاتب، انشا پرداز ۽ شاعر ٿي گذريو آهي، سندس وڏن جو قائم ڪيل مدرسو هن وقت بند ٿي چڪو آهي، اجا تائين سندس اولاد هلندو اچي.

**سينارو** (ديهه): تعلقي روهڙي، ضلعي سکر جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هڪ ڳوٺ محمود مگريو نالي شامل آهي.

**سيٺ ٺاڪرداس گولومل:** سيٺ ٺاڪرداس، سکرجي سرڪاري اسڪولن ۾ ڊرائنگ استاد جي حيثيت سان ڪم ڪيو. 1921ع ۾ سرڪاري نوڪري ڇڏي سماجي ڀلائيءَ لاءِ ڪم ڪرڻ لڳو. هندن ۾ درزڪي ڪم لاءِ چاهه پيدا ڪيائين. هُو پيرا ميونسپل جو ميمبر ٿي رهيو. پراڻي سکرجي پبلڪ لئبرري، اپاشنا منڊلي، ڪرشنا منڊل ۽ ناري شال جي برپا ڪرڻ ۾ ڪردار ادا ڪيائين. 'سوديشي' ۽ 'ڪانگريس' اخبارن جو ايڊيٽر رهيو.

**سيٺ ڏريانو مل:** سيٺ ڏريانو مل، جديد ڪراچيءَ جي پهرئين معمار، سيٺ ڀوڄي مل جو وڏو پٽ هو. سيٺ ڀوڄي مل کي چار پٽ هئا: ڏريانو مل، لال مٽداس، ٺاڪرداس ۽ هلرام داس. جڏهن ڀوڄي مل 1782ع ۾ وفات ڪئي ته خاندان جي پڳ ڏرياني مل کي ٻڌائي وئي. ڏرياني مل جو اصل نالو 'درياهه ڏنومل' هو پر هو 'ڏرياني مل' طور مشهور ٿيو. ڏرياني مل جو ڀاءُ لال مٽداس، سيٺ نائون مل جو ڏاڏو هو. نائون مل، لال مٽداس جي اڪيلي پٽ هوتچند ڀوڄواڻيءَ جو پٽ هو.

اُن زماني ۾ ڪراچي، خون بها جي عيوض 'خان آف قلات' جي حوالي هئي، جنهن پاران هتي گورنر مقرر هو پر ڪراچيءَ تي اصل حڪمراني ڏرياني مل جي هئي. ڪراچيءَ جي بندر ۽ ڪوٽ تي ڏرياني مل ۽ سندس ڀاءُ هلرام داس جو مڪمل ڪنٽرول هو. هُنَ ٻئي پائر سياسي ۽ معاشي حوالي سان انتهائي مضبوط هئا.

1784ع ۾ ٽالپرن، مير فتح علي خان ٽالپر جي اڳواڻيءَ ۾، ڪلهوڙن کي شڪست ڏني، سنڌ جي حڪمراني هٿ ڪئي، پر ڪين ڪراچي حاصل ڪرڻ ۾ ڏهه سال لڳي ويا. ٽالپر ٽي ڀيرا 15 کان 20 هزار فوج سان ٻن کان ٽن مهينن تائين ڪراچيءَ کي گهيري ڪرڻ جي باوجود ڏرياني مل کان ڪراچي حاصل نه ڪري سگهيا. پهريون ڀيرو 1792ع ڌاري مير فتح علي خان توبن ۽ گولن سان 15000 هٿيار بند فوج ڪراچيءَ رواني ڪئي جنهن ليار نديءَ جي ڪناري، شهر جي اتر- اوڀر طرف موجود باغن ۾ ڇانوڻي قائم ڪئي. ڪراچي جيئن ته خان آف قلات جي هٿ هيٺ هئي، پر سندس پاران ڪراچيءَ جي حفاظت جو ڪو به انتظام نه هو. سيٺ هلرام داس جي اڳواڻيءَ ۾ 500 ميربحرن جو جٿو حملي آورن کي منهن ٽوڙ جواب ڏيڻ لاءِ تيار هو. ڏرياني مل جي ڪامياب حڪمت عمليءَ سبب ٽالپرن جي فوج اڍائي مهينا شهر جو گهيرو ڪرڻ ڪانپوءِ ٿڪجي، گهيرو ختم ڪري حيدرآباد رواني ٿي وئي. 1793ع ۾ ٻيهر ٽالپرن ڪراچيءَ جي فتح لاءِ فوج موڪلي. هن ڀيري گهيرو ٽي مهينا هليو. ڪوٽ تي گولاباري به ٿي پر سيٺ ڏرياني مل جي هٿيار بندن جي جوابي گولاباريءَ جي ڪري ٽالپر فوج کي اڳتي وڌڻ جي همت نه ٿي ۽ بيزار ٿي، گهيرو ختم ڪري، فوج حيدرآباد موٽي وئي. 1794ع ۾ ٽيون ڀيرو مير فتح علي خان 20 هزار لشڪر سان ميان فقيري برهماڻي ۽ پليي خان جي اڳواڻيءَ ۾، فوج ڏياري موڪلي. ڪلاچيءَ جي ڪوٽ ٻاهران فوج ساڳئي هنڌ ڪئمپ هنئي پر ٽالپرن جي فوج کي ڪوٽ جا ٻئي دروازا - منو در ۽ کارو در- بند مليا. هن ڀيري به ٽي مهينا گهيرو هليو. نيٺ ٽالپرن سياسي چال ڪيڏي. مير ڪرم علي ٽالپر، ڏرياني مل جو دوست هو ان کي مير فتح علي خان خط لکيو ته "ڪراچيءَ جي حفاظت لاءِ خان قلات جو ڪو خاص انتظام نه آهي پر ڏريانو مل هر ڀيري اسان جي فوج کي ناڪام بنائي ٿو ان ڪري تون اسان جي مدد ڪر". هن ڏرياني مل کي خط لکيو ته "خان قلات، ٽئي ڀيرا ڪراچيءَ جي بچاءَ لاءِ اوهان جي ڪا مدد ڪا نه ڪئي آهي ۽ حفاظت جو سڄو خرچ اوهان خود ڀريو آهي. ان ڪري، ڪراچي ٽالپرن جي حوالي ڪئي وڃي، اوهان جي حيثيت ۽ مان اڳ وانگر برقرار رهندو." سيٺ ڏرياني مل، دوست جي خط کان پوءِ به خان آف قلات کي خط لکڻ ضروري سمجهندي، گذريل حملن ۽ حفاظت جا سمورا تفصيل بيان ڪندي، کيس لکيو ته "هاڻي مون ۾ وڌيڪ مقابلي جي سگهه نه آهي، شهر اوهان جي هٿ هيٺ آهي، ان ڪري مدد موڪلي شهر جي حفاظت ڪريو." خان آف قلات محمود خان، جواب لکي موڪليو ته "مون ۾ لڙائيءَ جي طاقت نه آهي، جي تون شهر جي حفاظت ڪري سگهين ته ٺيڪ، نه ته تو تي ميار نه آهي." سيٺ ڏرياني مل محسوس ڪيو ته هاڻي مٿس ميار نه ايندي ۽ نه ئي کو کيس غداريءَ جو ويڻ ملندو. ان ڪري هن ميرن سان ڪجهه شرط رکي، ڪراچيءَ جي ڪوٽ جي ٻنهي درن- منو در ۽ کارو در- جون چاٻيون سندن سپهه سالار جي حوالي ڪيون ۽ خان قلات جي گورنر حاجي شادو (سعدو) کي حفاظت سان قلات روانو ڪيو.

اهڙيءَ ريت 1794ع ۾ ڪراچي، ٽالپرن جي هٿ هيٺ، ٻيهر سنڌ جو حصو بڻجي وئي. ميرن ڪراچيءَ جي حفاظت لاءِ آغا زين العابدين کي نواب ۽ احمد خان پرڳڙيءَ کي گورنر مقرر ڪيو. ٻئي ڪراچيءَ جي حالتن کا بيخبر ۽ ٻاهريان هئا. اهڙي موقعي تي اصولاً ٽالپرن کي ڪراچيءَ جي گورنري ڏرياني مل کي ڏيڻ کپي ها، جيڪو سدائين ڪراچيءَ جو رکپال رهيو هو. پر هنن ائين نه ڪيو.

مير فتح علي خان ۽ مير ڪرم علي خان سيٺ ڏرياني مل کي مڃتا طور ڪراچيءَ جي آمدنيءَ جو ڪجهه حصو ڏيڻو ڪيو. پر سيٺ انڪار ڪندي چيو ته "ماڻهو ائين سمجهندا ته سيٺ پيسن خاطر ڪراچي ڏني آهي." باوجود ان جي ميرن ڏرياني مل جي ٻاهرين ملڪن مان ايندڙ واپار تان محصول، باغن جي ڍل ۽ آبياني جو ٽيون حصو معاف ڪري ڇڏيو ۽ ڏرياني مل کي حيدرآباد گهرائي سندس شاندار آڌر ڀاءُ ڪيو ۽ هڪ مهيني تائين ڏرياني مل ۽ ڪراچيءَ جي ٻين معززن کي شاهي مهمان طور پاڻ وٽ رهايو. اهڙيءَ ريت ميرن ۽ ڏرياني مل جي دوستي پڪي ٿي وئي.

ميرن جي حڪومت کي ان وقت ڪراچيءَ مان هڪ لک روپيا محصول اڳڙندو هو. پر ڏرياني مل جي ڪري ملڪ سان واپار ۾ تمام گهڻو واڌارو ٿيو. ڪراچيءَ ۾ ميرن جي نواب ۽ گورنر جي باوجود، ٻيڙن ۽

بندرگاهہ جي حفاظت لاءِ ڏرياني مل جا ماڻهو محافظ طور موجود هوندا هئا، جنهنڪري امن امان جي صورتحال بهتر رهي.

انهن ڏينهن ۾ هندستان سميت سڄي دنيا جو وايو منڊل تيزيءَ سان بدلجي رهيو هو انگريزن لاءِ سنڌ وڏي اهميت اختيار ڪري وئي هئي. انگريزن جي هڪ ايجنٽ آغا عبدالحسين، ايسٽ انڊيا ڪمپنيءَ ۽ ٽالپرن جي وچ ۾ لاڳاپن بحال رکڻ ۽ سنڌ ۾ بيهر واپاري ڪوٺيون کولڻ لاءِ ڳالهيون ڪيون. نتيجي طور 1799ع ۾، ناٿن ڪُرو، جهاز رستي ڪراچيءَ پهتو. اها ڳالهہ ڏرياني مل کي سٺي نہ لڳي، ان ڪري ناٿن ڪرو جو ڪراچي آمد وقت ڪو خاص آڌر ڀاءُ نہ ٿيو. هو گزري بندر تان ٺٽي ۽ اتان حيدرآباد پهتو ۽ هن ٺٽي ۽ ڪراچيءَ ۾ واپاري ڪوٺيون کولڻ جي اجازت گهري. ڏرياني مل ميرن کي چوائي موڪليو تہ ڪراچي تہ ڇا، پر سنڌ جي ڪنهن بہ شهر ۾ انگريزن کي واپار لاءِ ڪا بہ ڪوٺي کولڻ جي اجازت نہ ڏني وڃي، ڇو تہ سندن مفاد واپاري نہ، پر سياسي آهن. ڏرياني مل مير ڪرم علي، مير غلام علي ۽ مير مراد عليءَ سان اهڙو خدشو بہ ظاهر ڪيو تہ ”انگريز جيڪي بہ دوستيءَ جا معاهدا ڪندا، سي نہ پاڙيندا ۽ سنڌ تي قبضو ڪندا.“ پر ميرن جا ايراني مشير، انگريزن سان مليل هئا. ميرن جي وزيراعظم آغا ابراهيم جي پٽ آغا اسماعيل جي صلاح سان انگريزن، مير غلام عليءَ کي پنهنجي پاسي ڪري ورتو ۽ ڪيس ڪافي سوکڙيون پاکڙيون ڏنيون. ڏرياني مل جي ڳالهہ کي ٻڌو اڻ ٻڌو ڪري ميرن، انگريزن کي ڪراچيءَ ۾ ڪوٺي کولڻ جي اجازت ڏئي ڇڏي ۽ انگريزن 24 سيپٽمبر 1799ع تي ڪراچيءَ ۾ ڪوٺيءَ جو مهورت ڪري، ان تي ايسٽ انڊيا ڪمپنيءَ جو جهنڊو ڦڙڪايو. هيءَ واپاري ڪوٺي لياري نديءَ تي موجود گانڌي گارڊن وٽ هئي. ناٿن ڪرو ڪوٺي کولڻ کان پوءِ ٺٽي کان سون مياڻيءَ تائين جاسوس مقرر ڪري ڇڏيا، بندر ۽ شهرن جا نقشا تيار ڪيا. ڏرياني مل سندس هر چرپر تي ڪڙي اک رکي ۽ ميرن جي آڏو سخت احتجاج ڪيو تہ ڪراچي ۽ ٺٽي جون ڪوٺيون هڪدم بند ڪيون وڃن، پر ميرن ڪو قدم نہ کنيو. ڏرياني مل جو افغانستان سان واپار هلندو هو، ان ڪري هن افغانستان جي بادشاهہ شاهہ زمان کي هن حقيقت کان آگاهہ ڪيو. آخرڪار ميرن مجبور ٿي، 25 آگسٽ 1800ع تي ناٿن ڪرو کي ڪراچيءَ جي ڪوٺي بند ڪري ٺٽي وڃڻ لاءِ چيو. بندر تي بيٺل انگريزن جو جهاز ’ائنسٽيلوب‘ بہ ڪراچيءَ کان بمبئيءَ هليو ويو. ناٿن ڪرو بيهر ڪراچيءَ ۾ ڪوٺي کولڻ لاءِ ڏاڍي ڪوشش ڪئي، پر سيٺ ڏرياني مل جي لاڳيتي احتجاج سبب ڪيس ناڪامي نصيب ٿي ۽ هُو 5 نومبر 1800ع تي ٺٽي کان بمبئيءَ روانو ٿي ويو. ناٿن ڪرو ٺٽي ۽ ڪراچيءَ ۾ رهڻ واري عرصي بابت هڪ ڪتاب ’Accounting the Country of Sindh‘ لکيو هو. جنهن بابت ڊاڪٽر اينڊرين ڊيوئارٽ لکي ٿو تہ ”هن ڪتاب مان ڄاڻ پوي ٿي تہ ڪُرو هڪ جاسوسيءَ جو ادارو قائم ڪيو هو.“

سيٺ ڏريانو مل محب وطن شخص هو. هن ناٿن ڪرو جي وڃڻ کانپوءِ، ڪراچيءَ جي واپارين ۽ عام ماڻهن کي گڏ ڪري انگريزن جي چالبازين کان آگاهہ ڪيو ۽ ڪراچيءَ جي گورنر عبدالله لغاريءَ کي بہ ڄاڻ ڏني، جو هن ڏٺو تہ ميرن جي اندروني اختلافن جي ڪري انگريزن جو سنڌ ۾ عمل دخل وڌي رهيو هو. 1808ع ۾ ميرن ۽ انگريزن هڪ معاهدو ڪيو، پر انگريز اُن ٺاهہ مان خوش نہ هئا. هنن تہ چاهيو ٿي تہ ڪين افغانستان ڏانهن فوج اماڻڻ لاءِ سهولتون ۽ سنڌ جو رستو ڪم آڻڻ لاءِ ڏنو وڃي. ان لاءِ 1809ع ۾ انگريزن جو 30 ڄڻن جو هڪ فوجي دستو پرنس آف ويلز جهاز ۽ ٽن هٿياربند ٻيڙين سميت بمبئيءَ کان ڪراچيءَ پهتو. ان تي ڏرياني مل جي اڳواڻيءَ ۾ ڪراچيءَ جي ماڻهن انگريزن خلاف زبردست مظاهرو ڪيو ۽ گورنر عبدالله لغاريءَ کي چتاءُ ڏنو ويو تہ انگريز بندر تي لٿا تہ مٿن حملو ڪيو ويندو. گورنر اهڙو اطلاع جهاز تي موجود پاٽنجر ۽ ليفٽيننٽ مئڪس ويل ڏانهن موڪليو تہ ڪراچيءَ جون حالتون خراب آهن. ان ڪري مير حاڪمن سان رابطو ڪيو وڃي. ڪجهہ انگريز سپاهي شهر ۾ داخل ٿيا تہ ماڻهن ڪين موچڙا هڻي واپس ڪيو. ڏرياني مل جي اڳواڻيءَ ۾ مسلسل احتجاج جاري رهيو. مير وچ ۾ پيا ۽ 9 مئي 1809ع ۾ موچڙا کاڌل سپاهين کي ڪراچيءَ کان ٺٽي طرف واپس موٽڻو پيو. پاٽنجر لکيو آهي تہ ان عرصي ۾ ”ڪراچيءَ ۾ انگريز قيدين وانگر هئا.“

22 آگسٽ 1809ع تي انگريزن ميرن سان ٻيو ٺاهہ ڪيو، جيڪو اصل ۾ سنڌ لاءِ غلاميءَ جو ڳٽ ثابت ٿيو. جنهن ۾ ڪراچي بندر توڙي ٺٽي جي ڪارين (Creeks) جي سروي جهڙا نقطا شامل هئا. ميرن ڏرياني مل جي احتجاج تي ڪو بہ ڌيان نہ ڏنو. نتيجي طور ماڻهن جي بہ ميرن جي حڪومت لاءِ دلچسپي گهٽجندي وئي. ٻلرامداس 1812ع ۾ وفات ڪري ويو ۽ 1820ع ۾ سنڌ جو سپوت ۽ ڪراچيءَ جو رکوالو، ڏريانو مل بہ لاڏاڻو ڪري ويو ۽ ڪراچيءَ جا ماڻهو اڪيلا ۽ ويڳاڻا ٿي ويا. اڳتي هلي ڪراچيءَ جو ڪنٽرول پوڄواڻين سيٺين جي ئي هٿ ۾ آيو. جن جو اڳواڻ نائون مل هو. ان وقت تائين سنڌ جون حالتون بدلجي ويون هيون. هندو مسلم ايڪتا وارو جذبو ختم ٿي ويو هو. ميرن جي غلط پاليسين جي ڪري، اهي پوڄواڻي، جن انگريزن جي آمد تي سخت احتجاج ڪيا هئا، نائون مل جي روپ ۾، انگريزن جا ساٿاري بنجي ويا ۽ اها ڪراچي، جيڪا مير حاڪم 10 سالن ۾ بہ هٿ نہ ڪري سگهيا، 1839ع ۾ چند انگريز فوجين هڪ ڪلاڪ اندر اُنهيءَ ڪراچيءَ تي قبضو ڪري ورتو.

**سيٺ ڏونگرسي جوشي:** سيٺ ڏونگرسي، ڪراچيءَ جي مشهور واپاري هئڻ سان گڏ سماجي ڪمن جي حوالي سان پڻ گهڻو مشهور هو. هي گجراتي ايجوڪيشنل سوسائٽي، ڪراچيءَ جي باني مان هڪ هو. هن گجراتي ايجوڪيشنل سوسائٽيءَ پاران هلندڙ هڪ پرائمري اسڪول کي گرلز هاءِ اسڪول جو درجو ڏياريو. جنهن لاءِ هن 20 هزار روپيا چندو ڏنو. ان هاءِ اسڪول جو نالو سندس گهرواريءَ جي نالي تي ’شريمتي جهاوير بائي گرلز هاءِ اسڪول‘ رکيو ويو. هن تعليم جي ترقيءَ ۽ سماجي ڪمن ۾ گهڻي دلچسپي ورتي. پرائمري تعليم ۽ مئٽرڪ کانپوءِ ڪيترن غريب شاگردن کي اڳتي پڙهائيندو هو. هيءَ هندستان ۽ انگلنڊ

۾ پڙهڻ ويندڙ شاگردن جي مدد ڪندو هو. ان ڪانسواءِ هيءُ ڏونگر سي اينڊ سنز فرم جو اڳواڻ هو. سندس ڀاءُ شيوجي، شام جي ۽ پٽ منو ڀائي انهيءَ فرم کي هلائيندا هئا. اهي ٽئي ڄڻا بمبئيءَ جي مشهور فرم 'ميسرس ڊيوڊ ساسون اينڊ ڪمپنيءَ' جي ڪراچي هائوس جا ايجنٽ پڻ هئا.

سيٺ ڏونگر سي، 1919ع ۾ آل انڊيا پشڪرڻا برهمڻ ڪانفرنس جو صدر پڻ چونڊيو ويو هو. ڪراچي پڃراپور ايسوسيئيشن، ڪراچيءَ جي هندو برادريءَ جي ڌرمي ۽ سماجي ڪمن جي ائسوسيئيشن هئي، جنهن جو بنياد 1886ع ۾ وڌو ويو هو. ڏونگر سي ان اداري جو باني ميمبر هو. هن اداري جو بنيادي مقصد بيمار، لاوارث ۽ پوڙهن ۽ ڪمزور جانورن، خاص ڪري ڍڳين جو بچاءُ ڪرڻ هو. ڪراچي پڃراپور پاران ڊيري فارم به موجود هوندو هو، جتان ڪراچي شهر جي رهواسين کي کير ۽ مکڻ ملندو هو. ڏونگر سي پنهنجي انسان دوستي ۽ رحمدليءَ جي ڪري مشهور هو. ڪراچي پڃراپور ايسوسيئيشن کي جديد ادارو بنائڻ ۾ هن ڏينهن رات محنت ڪئي. 15 سال لاڳيتو ان ايسوسيئيشن جو صدر رهيو. سيٺ ڏونگر سي، هن ايسوسيئيشن جون ڪراچي شهر ۽ ان جي پسگردائيءَ ۾ ڪيتريون شاخون کوليون.

ڏونگر سي سان گڏ سندس پٽ منو ڀائي، واپار ۽ سماجي خدمتن جي ڪري مشهور هو. هي پڻ ڪيترن ادارن جو صدر ۽ ميمبر به رهيو. ڏونگر سي گهراڻو سياسي طور ڪانگريس جي نظريي جو حامي هو. پر سياست ۾ هو ايترو اڳتي اچي نه سگهيا. هنن جو پورو ڌيان ڪراچيءَ ۾ واپار کي هٿي ڏيارڻ، تعليم ۽ جانورن جي ڀلائيءَ طرف رهيو. هن سڄي زندگي سماجي ڪمن ۾ گذاري.

**سيٺ رگهوناٿ پنڊت** (بانسري نواز): ناميارو بانسري نواز سيٺ رگهوناٿ پنڊت، 1930ع ڌاري گواليار ۾ پيدا ٿيو. هن بانسريءَ جي فن جي شروعاتي تعليم پنهنجي دؤر جي وڏي موسيقار پنڊت ايس. اين رتنانڪر کان حاصل ڪئي، بعد ۾ جڏهن هو گواليار مان بمبئيءَ ۾ رهڻ لڳو، تڏهن بانسريءَ جي وڏي وڄتڪار ۽ موسيقار پنڊت پنالال گهوش جي صحبت ۾ رهي، ان کان بانسريءَ جي تربيت ورتائين. سيٺ رگهوناٿ پنڊت 1951ع ڌاري پنهنجي فن سفر جي شروعات ڪئي، 1954ع ۾ هو لکنئو آيو. هن ريڊيو لکنئو ۾ 15



سال موسيقار جي حيثيت ۾ خدمتون سرانجام ڏنيون. سيٺ رگهوناٿ پنڊت، انڊين فلم انڊسٽريءَ ۾ پڻ پنهنجي فن جا جوهر ڏيکاريا. هن ڪيترين فلمن جي موسيقي ترتيب ڏني. ڀارت جي ڪيترين فلمن جي گانن ۾ سندس وڄايل بانسريءَ جا رنگ اڄ به نمايان نظر ايندا. سندس ناميارين فلمن مان هڪ فلم 'رام تيري گنگا ميلي هو گئي' آهي، جنهن ۾ هن بانسريءَ جا دلفريب ۽ يادگار رنگ ڀريا. هن فلم جي موسيقي رونددرجين ترتيب ڏني هئي، جڏهن ته هن فلم جو ڊائريڪٽر راج ڪپور هو. رگهوناٿ جي وڄايل بانسري تي مشتمل انيڪ آڊيو البم رليز ٿي چڪا آهن.

**سيٺ طيب علي علوي**: مشهور سماج سڌارڪ سيٺ طيب علي علوي ولد سيٺ علي ڀائي 1875ع ڌاري ڪراچيءَ ۾ پيدا ٿيو. سيٺ طيب علي 'جواهر' قبيلي مان هو. سندس والد 1866ع ۾ مانڊوي (ڪڇ) مان لڏي



اچي ڪراچيءَ ۾ سڪونت پذير ٿيو. جنهن ڪراچيءَ ۾ واپار ڪري چڱو پئسو ۽ ملڪيت گڏ ڪئي ۽ پنهنجو اثر رسوخ وڌايو. سيٺ طيب علي 'سنڌ مدرسة الاسلام ڪراچي' ۾ ڇهه درجا پڙهي واپار ۽ ڪاروبار ۾ لڳي ويو ۽ واپار مان جهجهو پئسو ڪمايائين. سيٺ طيب علي نهايت يار ويس، محنتي ۽ اڻٿڪ قومي ڪارڪن هو. هن ڪيترن سماجي ادارن ۾ ڪم ڪيو ۽ فلاحي ڪمن ۾ دل کولي پئسو خرچ ڪيائين. سندس والد 1896ع ۾ 'مدرسه حسيني' قائم ڪيو هو. سيٺ طيب علي ان مدرسي کي ترقي وٺرائڻ لاءِ تمام گهڻي ڪوشش ڪئي. هن پهرين ان کي پرائمري اسڪول طور منظور ڪرايو. بعد ۾ 1921ع ۾ ان کي 'ڪراچي اڪيڊميءَ' ۾ تبديل ڪيو ويو ۽ 1926ع ۾ ان کي هاءِ اسڪول جو درجو ڏنو ويو. هن اداري قائم ٿيڻ سان سنڌ جي مسلمانن ۾ ڪافي حد تائين تعليمي شعور پيدا ٿيو سيٺ طيب قومي ڪمن ۾ دلچسپي وٺندو رهيو. هن ڪيترين ڪانفرنسن ۾ شرڪت ڪئي. سياست سان به سندس لڳاءُ رهيو. هن خلافت تحريڪ ۾ ڀرپور حصو ورتو. ڪراچي ميونسپالٽيءَ جو ميمبر رهي 1922ع کان 1925ع تائين شهرواسين جي خدمت ڪندو رهيو 1930ع ۾ ڪراچي ميونسپل اسڪول بورڊ جو پهريان ميمبر ۽ پوءِ چيئرمئن رهي، تعليم جي واڌاري لاءِ ڪوشش ڪيائين. ان سلسلي ۾ زوري تعليم رائج ڪرائي ڪراچيءَ ۾ وڏي تعداد ۾ اسڪولن لاءِ عمارتون ٺهرايائين. سيٺ طيب علي علوي، جي. ايم سيد جي ڪوشش سان 1928ع ۾ ڊسٽرڪٽ لوڪلبورڊ ڪراچيءَ جو بنا مقابلي ميمبر چونڊيو ويو، جتي 1933ع تائين مڪمل جوش ۽ جذبي سان ڪم ڪندو رهيو سندس هيو خاص ڪارنامو اهو هو ته هن 1932ع ۾ ڪراچيءَ ۾ مسلم هائوسنگ سوسائٽي قائم ڪري سنڌ جي مسلمانن کي پنهنجا گهر ٺهرائڻ جو موقعو ڏنو ۽ ان لاءِ بئنڪن کان قرض پڻ وٺرائي ڏنائين، جنهنڪري سنڌ جي ڪيترن زميندارن ڪراچيءَ ۾ پلاٽ وٺي گهر ٺهرايا.

سيٺ طيب علي 1927ع ۾ 'ڪراچي مرڪنٽائل ڪوآپريٽو

بئنڪ' قائم ڪئي. ڪيس لکڻ ۽ پڙهڻ سان چاهه رهيو. هن گجراتي ٻوليءَ ۾ ڪجهه ڪتاب لکيا آهن، جن مان 'اخوان الصفا' قابل ذڪر آهي. هن مختلف ملڪن جو دورو پڻ ڪيو.

سنڌ جي هن سماج سڌارڪ ڪجهه وقت بيمار رهڻ بعد 13 مارچ 1964ع تي وفات ڪئي.

**سيٺ غلام حسين قاسم**: سنڌ جي نامور ۽ سماجي ڪارڪن، سيٺ غلام حسين قاسم جو جنم 12 اپريل 1882ع تي ڪراچيءَ ۾ ٿيو. هن ابتدائي تعليم سنڌ مدرسي مان، انگريزي ۾ ڇئن درجن تائين حاصل ڪئي. هن پنهنجي عملي زندگيءَ جو آغاز ڪراچي ميونسپالٽيءَ ۾ ميمبر جي حيثيت طور ڪيو. اتي هن چاليهه سال پنهنجا فرض سرانجام ڏنا. غلام حسين قاسم ڪراچي ميونسپالٽي جي مئينجنگ ڪميٽيءَ جو سرگرم ڪارڪن ٿي رهيو. تنهن بعد چار دفعا ڪراچي ميونسپالٽيءَ جو نائب صدر مقرر ٿيو. ڪراچي پورٽ ٽرسٽ جو ٻن سالن تائين ميمبر ۽ مختلف سماجي ادارن جو ڪارڪن ٿي رهيو. ميونسپالٽيءَ جي سياست ۾ سندس وڏو هٿ هوندو هو. 1921ع ڌاري بمبئي قانون ساز ڪائونسل تي چونڊجي ويو.



هي ڪيترن ئي خانگي ۽ پبلڪ ٽرسٽ جي ادارن جو ٽرسٽي ٿي رهيو. لياري ۽ اتي جي رهاڪن لاءِ گهڻو ڪجهه ڪيائين.

هن سماج سڌارڪ 1950ع ڌاري وفات ڪئي.

**سيٺ محمود علي ميمڻ**: نامياري سياستدان ۽ سماجي ڪارڪن سيٺ محمود علي ميمڻ، 1924ع ڌاري ٽنڊي باگي ۾ جنم ورتو. هن پنهنجي ڳوٺ جي اسڪول مان مئٽرڪ تائين تعليم حاصل ڪئي. تعليم حاصل ڪرڻ ڪانپوءِ هن پنهنجي سياسي زندگيءَ جو آغاز مسلم ليگ ۾ شموليت اختيار ڪرڻ سان ڪيو هي ٽنڊي باگي ۾ مسلم ليگ جو صدر چونڊيو ويو ان دوران هن تحريڪ پاڪستان ۾ عملي طور حصو ورتو ڪيترين سوسائٽين ۽ انجمنن جو عهديدار ۽ پاڪستان جي قيام کان اڳ جسٽس آف پيس رهيو جڏهن ته 1947ع ۾ سينٽرل ڪميٽيءَ جو چيئرمئن، ريڊڪراس سوسائٽي ضلعي حيدرآباد جو ميمبر رهيو ان ڪانپوءِ ضلعي بدين جي ريڊڪراس سوسائٽيءَ جو ميمبر، امن ڪميٽي ۽ زڪوات و عشر ڪميٽي ضلعي بدين جو ميمبر، ضلعي حيدرآباد ڪوآپريٽو سوسائٽيءَ جي ايجوڪيشن



ڪميٽيءَ جو ميمبر، ڪرائيم ڪنٽرول ڪميٽيءَ جو ضلعي سطح تي ميمبر، تعلقي ٽنڊي باگي جي ميمڻ انجمن جو ميمبر ۽ رابطا ڪاميٽيءَ جو ميمبر به رهيو ان کان سواءِ آخري وقت تائين ٽنڊي باگي ٽائون ڪميٽيءَ جو چيئرمئن رهيو.

هن سماجي ڪارڪن جي حيثيت سان پنهنجي ڳوٺ ۾ 1946ع ڌاري وير گهر ٺهرايو جنهن کي پوءِ تعلقه اسپتال جو درجو ڏياريائين. هن پنهنجي ڳوٺ جي آسپاس جي علائقن ۾ ڪيترا تعميراتي ۽ فلاحي ڪم ڪرايا. سندس خدمتن جي اعتراف ۾ حڪومت پاڪستان طرفان کيس ٻه دفعا گولڊ ميڊل ۽ تعريفي سرٽيفڪيٽ به مليا. هن 12 مئي 1989ع ۾ وفات ڪئي.

**سيٺ نانڪرام**: سيٺ نانڪرام اصل رتيديري ضلعي لاڙڪاڻي جو ويٺل هو هن 14 آڪٽوبر 1923ع تي پريتم داس جي گهر ۾ جنم ورتو 1943ع ۾ بچاسنگهه ميونسپل هاءِ اسڪول مان مئٽرڪ ڪرڻ بعد 1944ع ۾ کيس سنڌ پرچيزنگ بورڊ ۾ نوڪري ملي. پهريان ڪلارڪ ۽ پوءِ سينيئر ڪلارڪ ٿيو.

1947ع ۾ ورهاڱي بعد ڪافي هندو آفيسر سنڌ مان لڏي ويا، پر هن سنڌ ۾ ئي رهڻ پسند ڪيو پوءِ کيس مئنيجر ڪري رکيو ويو. ڪيترائي سال سينيٽري ڪاميٽيءَ جو ميمبر رهيو. 1948ع کان 1949ع تائين کيس شهر جي پنچائت جو مکي چونڊيو ويو. ان جو ڪجهه وقت وائيس پريزيڊنٽ به رهيو. 1959ع ۾ وري کيس صدر چونڊيو ويو. جنهن عهدي تي وفات تائين فائز رهيو. 1950ع ۾ سندس والد ۽ وڏو ڀاءُ آنندرام هندستان لڏي ويا، پر هي پنهنجي خاندان سميت نئين ديري لڏي آيو. 1953ع ۾ ڪميشن ايجنٽ ۽ گرين مرچنٽ جي نالي سان نئين ديري ۾ ڪوٺي کوليائين، جيڪا 1994ع تائين قائم رهي.

سيٺ نانڪرام ٽائون ڪميٽيءَ جو ميمبر به رهيو هن ڪيترن غريبن جي مدد ڪئي. سندس پير حسام الدين راشدي ۽ پير علي محمد راشديءَ سان دوستاڻا تعلقات هئا.

سيٺ نانڪرام 1988ع ۾ لاڏاڻو ڪيو.

**سيٺ هرچندراءِ وشنداس**: سنڌ جو روشن خيال شخص ۽ سماجي خدمتگار، سيٺ هرچندراءِ 1862ع ۾ ڳوٺ مانجهو تعلقي ڪوٽڙيءَ ضلعي ڄامشوري ۾ پيدا ٿيو هن ابتدائي تعليم پنهنجي والد صاحب سيٺ وشنداس جي ئي قائم ڪيل اسڪول ۾ حاصل ڪئي، جنهن بعد هن ڪوٽڙي شهر ۾ وڌيڪ تعليم لاءِ داخلا ورتي. ڪوٽڙي شهر تن ڏينهن ۾ سامونڊي پورٽ ۽ ريلوي اسٽيشن جي ڪري وڏو تجارتي مرڪز هو ائين سيٺ هرچندراءِ انهن ڇهن سنڌي نوجوانن مان هڪ هو جن 1887ع کان



اڳ الفنسٽن ڪاليج بمبئيءَ مان گريجوئيشن ڪئي. ان ڪان اڳ مرزا صادق علي بيگ ۽ ڏيارام گدو مل ڪان سواءِ ٻيا ٽي نوجوان هئا، جيڪي اعليٰ تعليم لاءِ بمبئي ڪاليج ۾ داخلا وٺي سگهيا هئا.

سيٺ هرچندراءِ 1885ع ۾ قانون (Law) جي ڊگري حاصل ڪرڻ ڪانپوءِ شڪارپور ڪورٽ ۾ هڪ ننڍڙي ملازمت اختيار ڪئي، پر پوءِ جلد ئي استعيفا ڏئي اچي ڪراچي وسايائين ۽ اتي قانوني پريڪٽس شروع ڪيائين. اڳتي هلي مشهور قانوندان ثابت ٿيو. ڪراچي بار ائسوسيئشن 1890ع ۾ قائم ٿي ۽ ڪيس ان جو اعزازي سيڪريٽري چونڊيو ويو ۽ ان عهدي تي 38 سال فائز رهيو. ان دوران هن پنهنجو گهڻو وقت سماجي ڪمن ۾ وقف ڪيو.

سيٺ هرچندراءِ سنڌ جي سماجي ترقيءَ ۽ سياسي تبديليءَ جا گڏيل رستا ۽ پيچرا نروار ڪيا. هن سنڌ جي بمبئيءَ ڪان آزاديءَ جي تحريڪ ۾ اهم ڪردار ادا ڪيو. جي. ايم. سيد پنهنجي ڪتاب 'سنڌ جي بمبئيءَ ڪان عليحدگيءَ' ۾ سندس اهڙين سرگرمين جو ذڪر ڪيو آهي. هرچندراءِ سنڌ ڪي درپيش مسئلن ڪان چڱيءَ ريت واقف هو ۽ هو هميشہ اهڙن مسئلن جي حل لاءِ جاکوڙ ڪندو رهندو هو. هن رئيس غلام محمد ڀرڳڙيءَ سان گڏ سنڌ جي ڪمشنر جا اختيار گهٽائڻ خلاف احتجاج ڪيو ۽ ڪمشنر جا اختيار بحال ڪرائڻ لاءِ جاکوڙ ڪئي. ٻئي ڄڻا گورنر بمبئي ۽ ايگزيڪيوٽو ڪائونسل جي ميمبرن سان مليا ۽ کين اهڙي صورتحال ڪان آگاهہ ڪري پنهنجا خدشا ظاهر ڪيائون. سنڌ جو ڪمشنر ئي سڀ ڪان وڏي اٿارٽي هئي، جنهن لاءِ اهو قانوني دليل ڏنو ويو تہ جيڪڏهن ان جا اختيار گهٽايا ويا تہ ان سان علائقو وڌيڪ پوئتي ڌڪجي ويندو. ان بابت وڌيڪ دليل اهي ڏنا ويا تہ ائين ڪرڻ سان صوبي ۾ امن امان جي صورتحال وڌيڪ خراب ٿي سگهي ٿي. بهرحال ان مسئلي ڪي زوردار نموني اٿارڻ ۽ ماڻهن ۾ سجاڳي پيدا ڪرڻ عيوض قانون ۽ قاعدن ۾ ڦيرڦار ڪئي وئي ۽ سيٺ هرچندراءِ ۽ ڀرڳڙي صاحب پنهنجا مطالبا مڃرائڻ ۾ ڪامياب ٿيا.

سيٺ هرچندراءِ سنڌ جي هارين جي حقن ۽ انهن جي خوشحاليءَ لاءِ پڻ جاکوڙ جاري رکي. هن سنڌ ۾ ڪئنال سسٽم ڪي بهتر ڪرڻ لاءِ ڪم ڪيو تہ جيئن سنڌ جي زرعي پيداوار ۾ واڌارو اچي سگهي. سيٺ هرچندراءِ جي اهڙين ڪوششن عيوض سنڌ جي ڪيتري غير آباد زمين آباد ٿي ۽ زرعي پيداوار ۾ واڌارو آيو. سنڌ ۾ انهيءَ دور ۾ روڊن جي حالت بنهہ خراب هئي، ان ڪري معاشي انقلاب آڻڻ لاءِ روڊن جو هجڻ ضروري هو. ان وقت مواصلات جا ذريعا نہ هجڻ سبب سنڌ جو عام ماڻهو سياسي سجاڳي حاصل ڪري نہ سگهيو هو. هرچندراءِ انهيءَ مسئلي ڪي اڳيان رکندي سنڌ ۾ بهتر آمد رفت لاءِ پنهنجو ڪردار ادا ڪيو. هن نوان روڊ رستا ٺهرائڻ شروع ڪيا، ريلوي لائينون وڇرايون ۽ اهڙا ٻيا ڪيترائي پراجيڪٽ شروع ڪرايا. سماجي ۽ ادبي ڪمن سان گڏوگڏ هرچندراءِ پنهنجو سياسي سفر بہ ماٺو ٿيڻ نہ ڏنو. 1910ع ۾ بمبئي ڪائونسل جا چار ميمبر چونڊيا ويا: (1) ميونسپل مان سيٺ هرچندراءِ، (2) زميندارن مان رئيس غلام محمد ڀرڳڙي، (3) لوڪلبورڊ مان سيد الهندو شاهہ، (4) چئمبر آف ڪامرس مان مانٽيگوويب. سيٺ هرچندراءِ 30 ووٽ حاصل ڪيا ۽ سندس مخالف ڪي رڳو 9 ووٽ مليا. اهڙيءَ طرح سيٺ هرچندراءِ بمبئي ڪائونسل جو 7 سال ميمبر رهيو.

هن 1888ع ڪان انڊين نيشنل ڪانگريس جي گڏجاڻين ۾ شرڪت ڪرڻ شروع ڪئي، 1912ع ۾ ڪائونسل جون ٻيهر چونڊون ٿيون ۽ هن ڀيري سيٺ هرچندراءِ جي مقابلي ۾ ديوان ڀوڄ سنگهہ سامهون آيو. هرچندراءِ هي مقابلو هڪ طرفو يعنيٰ 39 جي ڀيٽ ۾ 2 ووٽن تان کٽيو. هرچندراءِ پنهنجي سياسي سفر ۾ بہ سنڌ جي مسئلن تي نظر رکي ۽ انهن جي حاصلات لاءِ هر ممڪن ڪوشش ڪئي. هن سفر ۾ رئيس غلام محمد ڀرڳڙي ساڻس گڏ رهيو. هي ٻئي هڪٻئي جا انتهائي ويجها دوست هئا ۽ سنڌ جي قومي مسئلن تي پنهنجو مضبوط موقف رکندا هئا. کين پير علي محمد شاهہ راشديءَ 'سنڌ جا ماهتاب ۽ آفتاب' سڏيو آهي.

سيٺ هرچندراءِ ڪراچيءَ جي ترقيءَ ۾ بہ اهم ڪردار ادا ڪيو. هن پنهنجي حياتيءَ جو گهڻو حصو ڪراچي ميونسپل ڪاميٽيءَ کي ترقي وٺرائڻ ۾ گذاريو. هن ڪراچيءَ کي جديد نموني ترقي وٺائڻ لاءِ پنهنجي قيمتي وقت سان گڏ پئسي جي بہ سيڙپ ڪئي ۽ انهيءَ جو اڄ اجورو ڄڻ ملي ويو آهي، جو تاريخ کيس 'ڪراچيءَ جو باني' سڏي ٿي. سيٺ هرچندراءِ 1888ع ۾ ڪراچي ميونسپالٽيءَ جو ميمبر چونڊيو ويو. ان وقت هو صرف 26 سالن جو هو. 'سيوڪ باڊي' جو 1888ع ڪان 1896ع تائين ميمبر رهيو. هن جو پارٽي ليڊر ديوان ٽهلرام ميونسپالٽيءَ جو 1896ع ۾ صدر منتخب ٿيو. ساڳئي سال هرچندراءِ ميونسپالٽيءَ جي ميمبرشپ تان استعيفا ڏني ۽ شهري ترقيءَ لاءِ ان جو ليگل ايڊوائيزر ٿيو. انهيءَ عرصي ۾ هن ميونسپالٽيءَ جي وڏي خدمت ڪئي ۽ مزيد تجربو حاصل ڪيو. ديوان ٽهلرام 1905ع ۾ وفات ڪئي ۽ هرچندراءِ ان پارٽيءَ جو صدر منتخب ٿيو.

سيٺ هرچندراءِ 1910ع ۾ ٻيهر ميونسپالٽيءَ ۾ آيو ، هڪ سال ڪان پوءِ ان جو صدر ٿيو. 1911ع ۾ صدر چونڊجڻ ڪانپوءِ ڪراچيءَ جي ترقيءَ لاءِ ڏينهن رات سخت محنت ڪيائين. جنهن ڪري کيس 'Father of Modern Karachi' سڏيو وڃي ٿو. هن نہ رڳو ڪراچي شهر جي ترقيءَ لاءِ ڪم ڪيو پر انهيءَ ڪم کي مستقل جاري رکڻ لاءِ ميونسپالٽيءَ کي انتظامي توڙي مالي حوالي سان مضبوط بڻائڻ لاءِ پڻ ڪم ڪيو. جنهن جو اندازو ان مان لڳائي سگهجي ٿو تہ جڏهن هو ميونسپالٽيءَ جو صدر هو تہ ميونسپالٽيءَ تي ان دور جا ڏهہ لک روپيا قرض هو ۽ جڏهن هن ڪراچيءَ جي ترقيءَ لاءِ ميونسپالٽيءَ ۾ رهي 10 سالن ڪانپوءِ استعيفا ڏني تہ ڪراچيءَ جي ترقيءَ لاءِ 34 لک روپيا ڇڏيائين ۽ اداري تي رڳو 20 هزار روپيا وڃي قرض رهيو هو. جڏهن تہ

اداري جي بجٽ لاءِ 3 لک روپيا الڳ ڇڏيائين. هن ميونسپالٽيءَ جي صدر جي حيثيت ۾ پنهنجي 11 سالن جي عرصي دوران ڪراچيءَ ۾ ترقيءَ جا ڪيترائي منصوبا شروع ڪرايا. جهڙوڪ: مڃي مياڻي رنڇوڙ لائين، ان ڪان سواءِ هن ڪراچيءَ جي پسگردائيءَ جي زمين خريد ڪئي ۽ شهر جي نين ايراضين کي ميونسپالٽيءَ ۾ آندو. انهيءَ ترقيءَ ۽ واڌاري لاءِ فنڊ رکيائين. هن ڏوبي گهاٽ ۽ گانڌي باغ کي بحال ڪرڻ لاءِ ترقياتي ڪم ڪرايا ۽ انهن جو نقشوئي تبديل ڪري ڇڏيو. ڪراچيءَ ۾ وڌندڙ آباديءَ جي مد نظر شهر جا روڊ ويڪرا ڪرايائين. هن جي ميونسپالٽيءَ جي صدارتي دور جي ابتدا ۾ ڪراچيءَ جي آدم شماري هڪ لک 51 هزار 904 هئي، جيڪا هن جي آخري دور يعنيٰ 1921ع ۾ وڌي ٻه لک، 16 هزار 833 ٿي وئي. هن جي دور ۾ ڪراچيءَ جي ترقي گهٽ پئسن ۽ ٿوري وقت ۾ ٿي. ڪراچيءَ جي صحيح معنيٰ ۾ اقتصادي ترقي ٿي. هن ڪراچيءَ جي سيني پراڻن ۽ پٺتي پيل علائقن کي ترقي وٺرائي.

هرچندراءِ تعليم جي ميدان ۾ پڻ ڪيترين خدمتون سر انجام ڏنيون. هرچندراءِ ڪراچيءَ ۾ تعليم جي فروغ ۽ تعليم کي عام ڪرڻ جي لاءِ بل پيش ڪندي، ان جي حمايت حاصل ڪرڻ ۾ ڪامياب ويو. سنڌ جي ڪمشنر اهو بل منظور ڪندي، ان جا قاعدا ۽ قانون جوڙڻ جو حڪم ڏنو. اهڙيءَ ريت هرچندراءِ جي ڏهه سالا ميونسپالٽيءَ جي صدارتي دور ۾ ڪراچي ميونسپالٽي هر سال پنهنجي تعليمي بجيٽ ۾ اضافو ڪندي رهي. ان مقصد لاءِ 1911ع ۾ 92 هزار 117 روپيا خرچ ٿيا، جڏهن ته 1921ع ۾ تعليمي بجيٽ وڌائي 2 لک 17 هزار 444 روپيا ڪئي وئي. جڏهن ته شاگردن جو تعداد 10 سالن اندر 2410 مان وڌي 4312 تائين وڃي پهتو.

سنڌ جو هي عظيم محسن دهليءَ ۾ 16 فيبروري 1928ع تي وفات ڪري ويو. سنڌ جي تاريخ ۾ سندس خدمتون هميشه لاءِ ياد رکيون وينديون. سندس وفات نه رڳو سنڌ، پر هند جي ماڻهن کي به سوڳوار ڪري ڇڏيو. انڊيا جي اخبارن سندس موت جي خبر وڏين سرخين سان شايع ڪئي ۽ ڪيترن ئي شهرن ۾ هن لاءِ تعزيتي گڏجاڻيون ٿيون. ماهوار 'ماڊرن رويو' ڪلڪتي، 'هندستان ٽائمز'، برطانيا جي اخبارن 'ڊيلي گزيٽ'، 'د سنڌ آبزرور' ۽ ٻين پنهنجي خبرن کان وٺندي ايڊيٽوريلن ۽ آرٽيڪلن ۾ سيٺ هرچندراءِ کي خراج عقيدت پيش ڪيو. هرچندراءِ جي ميت جي جمنا ڪناري تي ڪرياڪرم ڪئي وئي.

هن جي پهرين ورسيءَ واري تقريب جو هڪ وڏو فنڪشن ڪراچيءَ ۾ ٿيو. تقريب ۾ آچاريه گدواڻيءَ ۽ ٻين ڪيس زبردست خراج پيش ڪيو.

**سيپاره** (سيپاره): هي هڪ فارسي اصطلاح آهي (سي يعني ٽيهه، پاره يعني حصو يا ٽڪرو)، جيڪو قرآن مجيد جي هڪ مخصوص حصي لاءِ استعمال ٿئي ٿو. قرآن مجيد ٽيهن مختلف حصن ۾ ورهايل آهي. ان جو هر حصو سيپارو سڏجي ٿو. هر سيپاري ۾ مختلف تعداد ۾ آيتون ۽ سورتون آهن. سڀ سيپارا هڪ ئي جلد ۾ گڏ هجڻ جي صورت ۾ مڪمل قرآن مجيد جي صورت اختيار ڪن ٿا. ٻيءَ صورت ۾ هر سيپارو پنهنجيءَ جاءِ تي قرآن مجيد جو هڪ جدا حصو هوندو آهي. هر سيپاري جو جدا نالو ۽ نمبر آهي، جنهن مان پتو پوي ٿو ته الله تعاليٰ جو ڪهڙو حڪم ڪهڙي سيپاري ۾ آهي. (حوالو: شاهڪار اسلامي انسائيڪلوپيڊيا)

**سيپٽمبر** (September): سيپٽمبر، گريگورين (Gregorian) ۽ جولين (Julian) ڪئلينڊرن موجب سال جو نائون مهينو آهي، جنهن ۾ 30 ڏينهن ٿين ٿا. سيپٽمبر مهينو اترين خط استوائي اڌ گول (Northern hemisphere) ۾ ساڳي موسمياتي برابري رکي ٿو جهڙي مارچ ۾ ڏاکڻين خط استوائي اڌ گول (Southern Hemisphere) ۾ رکندو آهي. مطلب ته اترئين قطب واري اڌ گول واري سيپٽمبر ۾ جيڪڏهن بهار جي مند هوندي آهي ته ڏاکڻي خط استوائي اڌ گول ۾ وري سرءُ جي مند هوندي آهي.

سيپٽمبر، هفتي جي ان ساڳئي ڏينهن کان شروع ٿيندو آهي، جيڪو ڊسمبر جي پهرين تاريخ هوندو آهي، مطلب ته هر سال ڊسمبر جي پهرين تاريخ ۽ سيپٽمبر جي پهرين تاريخ ساڳئي ڏينهن تي ٿينديون آهن. ان ڪري جو 91 ڏينهن جو ڦيرو سيپٽمبر ۽ ڊسمبر کي الڳ ڪري بيهاريندو آهي. ان ڪانسواءِ سال جو ڪو ٻيو مهينو ساڳئي ڏينهن تي ختم نه ٿيندو آهي، جيئن سيپٽمبر ٿئي ٿو.

اصولاً سيپٽمبر مهيني ۾ 29 ڏينهن آهن، جن ۾ هڪ ڏينهن جو واڌارو جولين ڪيو، جنهن جي نالي سان جولين ڪئلينڊر مروج آهي.

سيپٽمبر، لاطيني لفظ سيپٽم (Septem) مان ورتل آهي، جنهن جي معنيٰ 'ستون' آهي. پراڻي رومن ڪئلينڊر موجب سال جي شروعات مارچ کان ٿيندي هئي، ۽ سال جو پهريون مهينو لاطيني لفظ 'Martius' مان ورتل هو، جنهن جو مطلب پهريون هو. اهو رومن ڪئلينڊر 153 ق.م ۾ رائج هو. جڏهن ڪئلينڊر بدلايو ويو ۽ جولين حساب سان ٺاهيو ويو ته ان جا شروعاتي مهينا جنوري ۽ فيبروري ڪيا ويا. ان حساب سان سيپٽمبر ستين مهيني مان ڦري نائون مهينو ٿي ويو، پر ان جو نالو ساڳيو ئي رهيو.

علم نجوم يا جوتش جي ڪئلينڊر جي حوالي سان سيپٽمبر ڇهون مهينو آهي. عام طور تي اسان وٽ سيپٽمبر جو مهينو سرءُ جي موسم جي شروعات هوندي آهي.

ڌرتيءَ جي ڦيري جي حساب سان 21 سيپٽمبر تي ڏينهن ۽ رات هڪجيترا ٿيندا آهن. جنهن ڪانپوءِ آهستي آهستي ڏينهن گهٽجڻ ۽ رات وڌي ٿيڻ شروع ٿيندي آهي. هوا لڳڻ تي وڻن جا پن ڇڻڻ لڳندا آهن، ٻوٽا ۽ فصل پنهنجو رنگ بدلائيندا آهن.

سنڌيءَ ۾ هن مهيني کان 'تپاوليءَ جي رُت' شروع ٿيندي آهي،

**سيپروفائيٽس** (Saprophytes): هن قسم جي ٻوٽن کي ٻين تي ڀاڙيندڙ (Heterotrophic) ٻوٽا چئبو آهي. هي ٻوٽا پنهنجي خوراڪ مئل جسمن مان حاصل ڪن ٿا، ڇو جو هنن جي پنن ۾ ڪلوروفل نه ٿو ٿئي.



ڪلوروفل جي نه هئڻ ڪري هي ٻوٽا پنهنجي خوراڪ پاڻ نه ٿا ناهي سگهن. ان جو عام مثال ڪنيپيون آهن. ان ڪانسواءِ مونوٽروپا (Monotropa) ۽ نيوٽيا (Neottia) به مشهور گلن وارا سيپروفائيٽس آهن. هي گهاٽن جهنگن ۾ ٿين ٿا، جتي سج جي روشني زمين تائين نه ٿي پهچي ۽ ڳريل سڙيل نامياتي مادا وڏي مقدار ۾ موجود رهن ٿا. هنن ٻوٽن جون ننڍڙيون ننڍڙيون نرم ڏانڊيون پورن پنن سان ڍڪيل رهن ٿيون. هنن جون پاڙون ڪافي ننڍيون ۽ ڪجھ ٿلهيون ٿين ٿيون، جن تي پاڙ وار (Root Hair) به نه ٿا ٿين، پر اهي پاڙون ڳريل ۽ سڙيل مادن ۾ موجود هڪ خاص قسم جي فنگس سان واسطو پيدا ڪن ٿيون. فنگس جي هائفي (Hyphyae) جو ڪجھ حصو هنن پاڙن اندر داخل رهي ٿو. اها هائفي، پاڙن جي تاندورن وارو ڪم ڪري ٿي ۽ اهڙيءَ طرح سيپروفائيٽس لاءِ ڳريل ۽ سڙيل مادن مان نامياتي مادن کي جذب ڪرڻ جو انتظام ٿئي ٿو.

**سيج**: سيج کي سنڌي ثقافت ۾ هڪ اهم حيثيت حاصل آهي. شاديءَ وهانءَ جي موقعي تي جتي ڏاج جي ٻين شين کي ترجيح ڏني ويندي



آهي، اتي سيج کي به خاص اهميت ڏني وڃي ٿي. گهوٽ ڪنوار کي سيج تي ويهاري لانئن جي رسم ادا ڪئي ويندي آهي. سيج سجائڻ يا ناهڻ وقت ڳوٺن ۾ اوڙي پاڙي جون عورتون سڏائي وس ۽ پهچ آهر پتاشا، مڻايون توڙي ٻيون شيون ورهائي ڳيچ ۽ سهرا ڳايا ويندا آهن. گهور پڻ گهوري ويندي آهي. سيج جو ذڪر ڪيترن ئي لوڪ گيتن ۾ پڻ ملي ٿو.

اندر وڇايان سيج سرهي ٻاهر وڇايان ڳاڙهي ڪٽ.

-

ماڙيءَ تي مرڪي آءُ تون دل جا بند.

ان ڪان سواءِ شاهه لطيف، سيج جو ذڪر هنن سٽن ڪيو آهي:

اڳڻ تازي ٻاهر ڪُنڊيون، پڪا پٽ سونهن،

سرهي سيج، پاسي پرين، مر پيا مينهن وسن،

اسان ۽ پرين، هون برابر ڏينهڙا.

ان ڪانسواءِ عاشوري جي ڏينهن ۾ مختلف پڙن تي امام حسين عليہ السلام جن جي فرزند شهزادي قاسم جي ڪربلا ۾ ٿيل شادي ۽ شهادت کي عقيدت طور پيتا ڏيندي 'سيج' سجائي ويندي آهي.

**سيڄڻ (ديھ)**: تعلقي اوباوڙي ۽ ضلعي گهوٽڪي جي هڪ ديھ جو نالو آهي، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن.

سونو شر، ويرو شر (وڏل شر)، صادق شر، عطر شر، بچو بوزدار، ٽلو بنگلو، رحمت شاهه، مشتاق جت ۽ مشتاق شر.

**سيچاٽو**: هي شڪاري پکي شڪري وانگر باز جي قسمن مان هڪ پکي آهي. شاهه صاحب سيچاٽي جي خصلتن کي هن طرح بيان ڪيو آهي ته:

نينهن سيچاٽي، شينهن، تنهي قصد ڪباب سين

يعني عشق، سيچاٽي پکي ۽ شينهن ٽنهي جو ڪم ماس کائڻ آهي.

باز يا سيچاٽي کي گرميءَ جي مند ۾ ڪريزه ويهاريندا آهن. سندس پر ڪتري هڪ ڪوٺيءَ ۾ بند ڪري ڇڏيندا آهن، اتي ئي پالي ماڻهو هن جي خدمت ڪندا رهندا آهن. پوءِ جڏهن سياري جي موسم ايندي آهي ۽ ڏياريءَ جو ڏيئو ڏسبو آهي، تڏهن هو نوان پر ڪڍي ايندا آهن ۽ کين ڪريز مان ڪڍيو ويندو آهي.

شاهه لطيف سيچاٽي کان سواءِ شڪاري پکين مان بحري، شهباز، شڪري جا نالا به ڪم آندا آهن. شهباز جي معنيٰ آهي بادشاهي باز. اهو پکي ڏاڍو سوڌيل ۽ شڪار ڪرڻ جو تکو ٿيندو آهي، ڪن جو چوڻ آهي ته باز پکي جي ماديءَ کي شهباز سڏيو ويندو آهي.

**سيد**: سيد جي لفظي معنيٰ سردار آهي. اهو حضور پاڪ صلي الله عليہ وسلم جن جو لقب آهي، جيڪو سندن اولاد کي مليو. حضور صلي الله عليہ وسلم جن جي نياڻي بي بي فاطمه سلام الله عليہ ۽ سندن ور حضرت علي ڪرم الله وجهه جي اولاد کي اهلبيت يا سادات چوندا آهن. هندستان ۾ جڏهن چنگيزخاني مغلن ظلم ٻاري ڏنو، تڏهن ڪيترائي سيد سيوهڻ، بکر ۽ ٺٽي ۾ اچي رهيا.

**سيد ابراهيم بخاري:** سيد ابراهيم بخاري، اُچ جي بزرگ هستي راجو قتال بن سيد احمد ڪبير بن سيد جلال الدين سرخ بخاريءَ جو پوٽو هو. ’تحفة الڪرام‘ ۾ ڄاڻايل آهي ته، ”سيد ابراهيم بخاري تحقيق موجب مخدوم راجو قتال جو پوٽو آهي. چون ٿا ته سيد ابراهيم جي پيءُ وٽ وڏن جي ورثي مان هڪ ڪاٺ جو پيالو هوندو هو، جيڪو جڏهن به ان ڪي طعام يا پاڻيءَ سان ڀريندو هو، تڏهن انهيءَ مان هزارين ماڻهو ڍاپندا هئا. هن جي والد جي گذاري وڃڻ ڪانپوءِ خادم اهو پيالو سيد ابراهيم وٽ کڻي آيا. هن اهو پيالو هٿ ۾ ونئي هڪدم پڇي ڇڏيو مريدن چيس، سائين! هي ڇا ڪيوَ هي پيالو وڏن جي نشاني آهي. ان تي سيد ابراهيم وراڻيو، اسان ۽ توهان کي هن مان رڳو مشهوريءَ ڪانسواءِ ٻيو ڇا حاصل ٿيندو. هن ٺٽي ۾ وفات ڪئي. سنڌس مزار ٺٽي ۾ ڪشمشين جي محلي ۾ الهندي طرف مشهور آهي. گهڻائي بزرگ هن وٽان فيضياب ٿيا.“

**سيد احمد بريلوي:** (ڏسو: بريلوي، احمد شاھ، شهيد، انسائيڪلوپيڊيا سنڌيانا، جلد ٻيو، ص: 653)

**سيد احمد شاھ** (ڳائڪ): سيد احمد شاھ اصل ڳوٺ جوڻالي، تعلقي موري، ضلعي نوشهري فيروز جو رهواسي هو. جوانيءَ ۾ اُتان لڏي ضلعي دادوءَ جي ٻٺ پاڙي ۾ اچي رهائش اختيار ڪيائين. هي راڳ ۽ رنگ جو ڄاڻو هو. صوفياڻو ۽ عارفاڻو ڪلام ڳائيندو هو. شادي مراديءَ ڪانسواءِ پيرن فقيرن جي درگاهن تي به ڳائيندو هو. شاھ عبداللطيف جي سرن تي عبور حاصل هئس. سيد احمد شاھ 1978ع ۾ وفات ڪئي.

**سيد اسماعيل شاھ شاهڪپور وارو:** سيد اسماعيل شاھ جي مزار محمد طور عرف شاهڪپور، تعلقي جاتي، ضلعي ٺٽي ۾ آهي. ڪپور مهاڻي قبيلي جو فرد هو، جنهن پنهنجي مرشد جي گهڻي خدمت ڪئي، جنهن تي مرشد خوش ٿي چيس ته تنهنجو نالو منهنجي نالي سان گڏ ورتو ويندو. تنهنڪري شاهڪپور مشهور ٿي ويو. هيءُ بزرگ امير پير جي نالي سان به سڏبو آهي. هن بزرگ جي مزار تي هر سال ربيع الاول مهيني ۾ عرس ٿيندو آهي.

**سيد اصغر علي شاھ ’عاجز‘:** شاعر ۽ ليکڪ سيد اصغر علي شاھ ولد سيد عطاءُ الرحمٰن شاھ، 5 جنوري 1969ع تي تعلقي لکي، ضلعي شڪارپور جي ڳوٺ ٽنڊي علي شير شاھ ۾ جنم ورتو. سنڌس وڏا اصل پني عاقل تعلقي جي ڳوٺ پنهواريءَ جا آهن. هن ايم. اي (سنڌي ادب) پهرين پوزيشن سان پاس ڪئي. عملي زندگيءَ ۾ استاد طور 1990ع کان 2001ع تائين مهراڻ ماڊل اسڪول پني عاقل ۾ پڙهايو. ان بعد ڪجھ سال گورنمينٽ هاءِ اسڪول پني



عاقل ۾ جي. ايس. ٽي (JST) ٿي رهيو. 2006ع ۾ ڪميشن جو امتحان پاس ڪري سنڌيءَ جو ليڪچرار مقرر ٿيو ۽ هن وقت پير جي ڳوٺ ڪاليج ۾ ذميواريون سرانجام ڏئي رهيو آهي. سيد اصغر علي شاھ 1990ع کان ادبي ڪيتر ۾ مضمون نگاريءَ ۽ شاعريءَ جي شروعات ڪئي. هن جي شايع ٿيل ڪتابن تي ڊاڪٽر تنوير عباسي، ملڪ نديم، ادل سومري، اياز گل ۽ ٻين جا رايا لکيل آهن.

سنڌس هيٺيان ڪتاب ڇپيل آهن: (1) ’مون جي موتي ميڙيا‘ (شاعري ۽ نثري ٽڪرا)، (2) ’آءُ ته ٻاريون لاٽ‘ (شاعري)، (3) گولڊن فلاورس‘ (انگريزيءَ ۾ شاعري)، (4) ’جي مون کان سچ پڇو‘ (مضمون ۽ نثري ٽڪرا)، (5) ’فرقي پرست ڪفر جا ڳاڏا‘ (مضمون ۽ شاعري).

**سيد، اصغر نديم:** مشهور ڊراما نگار ۽ شاعر اصغر نديم سيد 1949ع ڌاري مشهور اردو اديب احمد نديم قاسميءَ جي گهر ۾، ملتان ۾ جنم ورتو. هن ابتدائي تعليم مقامي اسڪول ۾ ورتي ۽ ايم. اي اردو ۽ ايل. ايل. بي جون ڊگريون به ملتان مان ئي حاصل ڪيائين. هن ايم.اي اردو ڪرڻ دوران ئي پنهنجي علمي ۽ ادبي زندگيءَ جي شروعات ملتان جي هڪ ڪاليج ۾ پڙهائڻ سان ڪئي. هي درس ۽ تدريس سان گڏ شاعري به ڪندو رهيو ۽ ان وقت ڪافي ڪتابن جا ترجما به ڪيائين.



سيد اصغر نديم 1980ع ڌاري گورنمينٽ ڪاليج لاهور سان وابسته ٿيو ۽ لاهور ٽيليويزن لاءِ ڊراما لکڻ شروع ڪيائين. هن جو پهريون ڊرامو ’صبح ڪي دستڪ‘ هو، جيڪو لاهور سينٽر تان ٽيليڪاسٽ ٿيو. هن جو ٻيو ڊرامو ’دريا‘ چولستان جي صحرا واري زندگيءَ جي پسمنظر ۾ لکيل هو ۽ اهو ڊرامو چولستان ۾ ئي فلمايو ويو هو. ’آخري گيت‘ لوڪ ورثہ اداري پاران ٺاهيل سنڌس پهرين ڊاڪيومينٽري فلم هئي، جنهن ۾ هن ٿرپارڪر جي ثقافت، لوڪ ورثي ۽ گيتن جي ڳولا جي سفر کي بيان ڪيو هو. هن جي هڪ سيريل ’روهي ڏوپ جلي‘ جي ڪهاڻي به چولستان جي پسمنظر ۾ لکيل هئي.

’نجات‘، ’پياس‘، ’چاند گرهن‘ ۽ ’خواهش‘ اصغر نديم سيد جون مشهور ٽي. وي سيريل آهن. سنڌس شايع ٿيل ڪتابن ۾: ’جنگل ڪي اس پار‘، ’زمين زاد ڪا افق‘ (ترجمو)، ’بوطيقا‘ (ترجمو) ۽ ’انشا نگاري‘ (تنقيد) وغيره شامل آهن.

**سيد الله ڏنو شاھ:** سيد الله ڏنو شاھ ولد سيد حيات علي شاھ 24 ربيع الاول 1281ھ/ 27 آگسٽ 1863ع تي سکر ۾ پيدا ٿيو. هن ابتدائي تعليم سکر مان حاصل ڪئي، پاڻ عربي، فارسي ۽ اردو ٻولين جو وڏو ڄاڻو هو. تعليم مڪمل ڪرڻ ڪانپوءِ تعليم کاتي ۾ ملازمت اختيار ڪيائين ۽ ملازمت جو سمورو عرصو نهايت ايمانداري، محنت ۽ جفاڪشيءَ سان پورو ڪيائين. سون جي تعداد ۾ شاگردن کي تعليم ڏنائين. نهايت ئي خوش خلق ۽ خوش پوشاڪ شخص هو

سيداللہ ڏنو شاهه ملازمت جي مشغوليءَ سان گڏ ڪتابن جو مطالعو پڻ ڪندو هو ۽ هڪ ذاتي لائبريري بہ قائم ڪيائين. جنهن ۾ ڇپيل ڪتابن سان گڏ ناياب قلمي نسخا پڻ محفوظ هئا. تصنيف ۽ تاليف جو بہ ڪم ڪيائين. سندس تصنيف ٿيل ڪتابن مان: (1) سنڌ جي تاريخ، (2) عليءَ ابن ابي طالبؑ جي سوانح حيات، (3) شجره موسوي سادات، (4) شجره ڪلان، (5) اولاد سيد عبدالباقي پوراني- ڇپيل آهن.

**سيد امداد شاهه ڏيرائي:** سنڌي ۽ مارواڙي گيتن ۾ ڪئسٽ جي دنيا ۾ پاڻ مڃائيندڙ ۽ ڪبڊيءَ (ڪوڏي ڪوڏيءَ) جي بهترين رانديگر، سيد امداد علي شاهه، 3 جولاءِ 1968ع تي سيد قربان علي شاهه جي گهر ۾ جنم ورتو سندس ڳوٺ دين پور شريف، تعلقي ڪپري، ضلعي سانگهڙ ۾ آهي. هن مئٽرڪ تائين ڪپري مان تعليم حاصل ڪئي، بعد ۾ پرائمري ماستر مقرر ٿيو ڪيس ننڍپڻ کان مختلف راڳين جا ڳايل ڪلام ٻڌڻ سبب شاعريءَ جو شوق ٿيو 1984ع ڌاري شاعريءَ جو آغاز ڪيائين.



سنڌي ۽ مارواڙيءَ ۾ 500 کان مٿي ڪلام لکي چڪو آهي. سندس پهريون ڪلام ارباب سولنگيءَ 1990ع ۾ ڳايو جنهن کي بعد ۾ ثمينہ ڪنول بہ ڳايو ۽ مقبول ٿيو ان کانپوءِ سندن مارواڙي ڪلام ’جوڳيڙا مانجو هٽ جوئي سچي تون سٽا‘ فوزيہ سومرو ڳايو ۽ ’لکي جاني مانجي رو نام سونارا ڇيکو گهڙي ڏي مندرڙو‘ شمن علي ميراليءَ ڳايو سندس ڪلام سنڌ جي ڪيترن ناليوارن راڳين ڳاتا آهن. هي شاعر هئڻ سان گڏ سنڌ جي ثقافتي راندين ۾ تمام گهڻي دلچسپي رکي ٿو ڪيس ڪبڊيءَ ۾ سنڌ جي بهترين رانديگر هئڻ جو اعزاز حاصل آهي. سڄيءَ سنڌ ۾ ٿيندڙ ڪبڊيءَ جي ٽورناميٽن ۾ سوپ ماڻيندو رهيو آهي. هن تعلقي ڪپري ۾ ڪيترا پيرا ثقافتي راندين کي هٿي وٺرائڻ لاءِ ڪبڊيءَ ۽ ملهه جا ملاکڙا ڪرايا آهن، ڪبڊيءَ ۾ پهلوانيءَ جا بهتر جوهر ڏيکارڻ سبب ڪيترائي انعام حاصل ڪيا اٿس. شاگرديءَ واري دور کان اسٽيج پروگرامن ۾ ڀرپور حصو وٺندو رهيو آهي. پاڻ پرائمري استاد آهي ۽ پنهنجي ابائي ڳوٺ دين پور شريف، تعلقي ڪپري ۾ رهي ٿو

**سيد امير محمد شاهه:** مولانا سيد امير محمد شاهه ولد سوڍل شاهه، ضلعي دادوءَ جي ڳوٺ اميناڻيءَ ۾ 1296ھ/1879ع ڌاري ڄائو هو سيد امير محمد شاهه قرآن شريف جي تعليم حافظ محمد يعقوب کان، فارسي جي تعليم قاضي محمد صالح کان ۽ عربيءَ جي تعليم مولانا محمد هاشم کان حاصل ڪئي. تحريرن ۽ فتوائن جي رهبريءَ جو ڪم مخدوم مولانا ملڪاڻيءَ وٽ سکيو ان کان پوءِ هن ڳوٺ جي جامع مسجد ۾ درس ۽ تدريس جو ڪم جاري رکيو جتي ڪجهه عرصي گذرڻ بعد ڳوٺاڻن جي اختلاف سبب درگاهه امير پير وٽ مسجد ٺهرايائين ۽ اتي ئي تعليم ڏيڻ جو ڪم شروع ڪيائين. ان کان سواءِ ميان خادم حسين جي حڪم تي هڪ مدرسو 1332ھ/1914ع ۾ قائم ڪيائين، جتان هزارين شاگرد تعليم حاصل ڪري چڪا آهن. سندس مشهور شاگردن ۾: مولوي فيض محمد مدني، مولوي حاجي محمد قريشي، محمد رفيق خوش نويس، مولوي علي نواز رند، محمد قاسم پيرزادو، مولوي عبدالباقي ۽ ٻيا شامل آهن. سيد امير محمد شاهه جي تصنفين ۾: (1) ’تفسير اميري، (2) سيپاره عم‘ قابل ذڪر آهن.

هن عالم 1379ھ/1959ع ۾ وفات ڪئي.

**سيد باغ علي شاهه لکوي:** سيد حاجي باغ علي شاهه ولد غلام محمد شاهه ’اول‘، 12 آڪٽوبر 1900ع مطابق جمادالثاني 1318ھ ۾ لکيءَ ۾ پيدا ٿيو. هن شروعاتي تعليم پنهنجي والد کان حاصل ڪئي ۽ پوءِ سنڌي فائنل جو امتحان پاس ڪيائين. هن پنهنجي والد کان عربي، فارسي ۽ اردوءَ زبانن جي پڻ تعليم حاصل ڪئي. هي بزرگ نقشبندي طريقي جو هو ۽ لنواريءَ وارن بزرگن جو مريد هو سٺو شاعر هو ۽ شاعريءَ ۾ ’باغ لکوي‘ تخلص استعمال ڪندو هو

**سيد باغن شاهه:** صوفي بزرگ ۽ شاعر سيد باغن شاهه، سيد ڏتل شاهه پل واري (تعلقي شڪارپور) جو طالب هو سيد باغن شاهه، خير محمد صوفيءَ جو صحبتي هو ۽ بيدل فقير جو بہ معتقد هو. جڏهن تہ شاهه نصير الدين نوشهري فيروز واري جو پڻ طالب هو سلوڪ وارو فقير هو. سندس هڪ ڪافي اوڻويهين صدي عيسويءَ جي اوائل ۾ هري سنگهہ جي ڇپايل ڪافين واري ڪتاب ۾ شامل آهي، جنهن سان ڄاڻ پوي ٿي تہ سيد باغن شاهه ان وقت جي حال حيات هو يا ان کان ٿورو اڳ گذاري ويل هو سندس ڪافيءَ جو نمونو هي آهي:

عشق آهي آفات، وجهي ٿو ونگ وڃيرن کي،
انهيءَ اڏيءَ تي ڪيئي آيا، ڪانہ پڇي ٿو ذات،
ڪاملن جي آ ڪار ڪسڻ جي، طالبن کي اها تات،
سورهين تات سر ڏيڻ جي، ڏينهن توڙي رات،
’باغن شاهه‘ برهہ بقا جي، سالڪ سمجهہ صفات.

**سيد باقر شاهه جي درگاهه:** هيءَ درگاهه تعلقي ناري، ضلعي خيرپورميرس ۾، چونڊڪي شهر کان 30 ڪلوميٽرن جي پنڌ تي واقع



آهي. سيد باقر شاهه لاءِ چيو وڃي ٿو ته حضرت سلطان اڌم جو همعصر بزرگ هو. هن مزار جي قريب لامبڙيءَ وارو تلاءُ به آهي، جتان درگاهه تائين رستو وڃي ٿو. سيده نفيسه شاهه جي ناظميءَ واري دؤر ۾ درگاهه تائين پڪو رستو تعمير ٿيو. درگاهه جو مقبرو پراڻو تعميراتي يادگار آهي. درگاهه جي مقبري جي تعمير ۽ مرمت جو ڪيترا ڀيرا ڪم ٿيو آهي. مقبرو ڪچين سرن جو تعمير ٿيل آهي، پيڙهه پڪسرائين اٿس. مهاڙيءَ ۾ تازي مرمت دوران ديوار ۾ پڪيون سرون هڻي، ٻيڙهني تي سيمينٽ جو تاج نما احاطو ٻڌو ويو آهي. مهاڙيءَ ۾ رنگ روغن ڪري گل چٽيا ويا آهن. ٻنهي پاسن کان پانيل آهن، جيڪي ٻيڙهني کان ڪجهه مٿي نڪتل آهن. مهاڙيءَ ۾ چوڪاني جي دروازي تي مٿان توڙي پاسن کان رنگ سان چٽ ڪڍيا ويا آهن. مقبري جي پاسن واري ديوار ۾ ٻن طاقن واريون ٻه دريون نصب ڪيل آهن. پاسن وارين ديوارن کي بوهي گاري جو ليپو ڏنو ويو آهي. ڇت تي اٺڪنڊو گول گنبذ آهي، جنهن تي چوني جو اڇو رنگ ڪيل آهي. گنبذ تي ابتي ڪوٽيءَ جي گل تي نيل نصب ڪيل آهي. مقبرو پٽر تي آهي، جنهن کي احاطي لاءِ ڪنهن به قسم جي ديوار وغيره ڏنل ڪانهي. هن وقت مقبري جي پير ۾ نئين اڏاوت ڪئي پئي وڃي، جڏهن ته پاسي ۾ زيارتين توڙي مسافرن لاءِ ڍڳهو ڇپر نهيل آهي، جتي ايندڙ ويندڙ ماڻهو ترسن ٿا. ڇني جي ڇت ڪڙين ۽ ٽونڻن جي ٻڌل آهي، جنهن کي ٽي لنگهه آهن. عقيدتمندن پاران ڪيترائي اٺ هن درگاهه جي نالي ڪيا ويا آهن. جيڪي درگاهه جي پير ۾ وڏي ڪليل ميدان تي جهوڪ ڪندا آهن. ڏاچين جو کير درگاهه جي نالي خيرات طور مفت ۾ ڏنو وڃي ٿو. جيڪو سلسلو وڏي وقت کان هلندو اچي. درگاهه جي آسپاس پٽريلا بلاڪ آهن، باقي چئني طرفن کان غيرآباد پوٺو آهي.

**سيد بايزيد**: شيخ محمد اعظم بن محمد شفيع ٺٽوي پنهنجي ڪتاب تحفة الطاهرين ۾ لکي ٿو ته: سيد بايزيد ڪامل ۽ قلندرانه نموني رهندو هو. روايت آهي ته سندس وقت ۾ ماڻهن ۾ خطرناڪ وبائي مرض اچي پيو. جنهنڪري روزانو ماڻهو مرڻ لڳا. هر گهر ۾ روج راڙو ۽ تعزيت جو تڏو وڇايو پيو هو. انهن ڏينهن ۾ سيد بايزيد جو هڪ مريد جيڪو ڪيس تمام گهڻو ويجهو هو، اهو بيمار ٿي پيو ۽ پڪ ٿي ويس ته آءٌ به هن وبائي مرض ۾ مري ويندس. تڏهن هن جي اک لڳي وئي ۽ خواب ۾ ڏٺائين ته هڪ وڏو لشڪر آهي، جيڪو تيرن سان وڏي ننڍي کي نشانو پيو بنائي. اها حالت ڏسي سوچيائين ته ڪنهن ڪنڊ ۾ وڃي لڪان ته اوچتو هڪ تيرانداز جي نظر مٿس پئجي وئي ۽ نشانو وٺي ڪيس ڪمان ڪشي تير هڻڻ لڳو. ايتري ۾ هڪ ٻئي تيرانداز ان کي هڪل ڪري چيو، خبردار! متان هن کي تير هنيو اٿئي، متان پاڻ کي مصيبت ۾ وجهين، هي سيد بايزيد جو مريد آهي. تنهن تي ان تيرانداز بس ڪئي. ان خواب کانپوءِ مريد جي اک کُلي ۽ ڏٺائين ته سيد بايزيد ساڻس گڏ ويٺو آهي، جنهن فرمايو ته هاڻي دلجاءِ ڪر، وبا جو تير تو کي نقصان نه پهچائيندو. روايت آهي ته اهو مريد پنهنجي گهر ويو ۽ انهيءَ ڏينهن چاڪ چڱو ڀلو ٿي پيو.

**سيد بچل شاهه تابش نقوي**: سيد بچل شاهه تابش نقوي 1932ع ڌاري رتيديري، ضلعي لاڙڪاڻي ۾ سيد وريل شاهه جي گهر ۾ جنم ورتو. ننڍپڻ کان ئي ذهين هوندو هو. سيد بچل شاهه سنڌي ستين درجي تائين تعليم حاصل ڪئي. جنهن زماني ۾ ست درجا فائنل طور ليکيا ويندا هئا. سيد بچل شاهه نهايت باذوق ۽ فنون لطيفه سان تعلق رکندڙ اديب ۽ بهترين مقرر ٿي گذريو آهي. سٺو مقرر ۽ ڪچهريءَ جو ڪوڏيو هوندو هو، جنهنڪري وٽس هر پل ماڻهن جو هجوم وينو هوندو هو. سندس والد سيد وريل شاهه به هڪ خدا ترس انسان ۽ رتيديري جي ماڻهن جو پرجهلو هو. 1971ع ۾ سيد وريل شاهه جي وفات بعد سموريون ذميواريون سيد بچل شاهه تي پيون ته هن شهر جي غريب ۽ بي پهچ عوام جي خدمت ۾ وسان نه گهٽايو. شهيد ذوالفقار علي ڀُٽي جي سياست کان متاثر ٿي پيپلز پارٽيءَ ۾ شامل ٿيو ۽ سياسي ۽ سماجي سرگرمين جي حوالي سان سندس ڪوششون اتان جي ماڻهن لاءِ هونديون هيون. ايتريقدر جو رتيديري شهر ۾ ڪنهن به سماجي مسئلي جي حل لاءِ ڪا به هڙتال، ريلي، مظاهرو يا ڌرڻو هوندو هو ته بنا ڪنهن پارٽي فرق جي ان ۾ هي نه صرف حصو وٺندو هو، پر مسئلي جي حل لاءِ پنهنجو ذاتي اثر رسوخ هلائي مسئلا حل ڪرائيندو هو. شهيد بينظير ڀٽو سان به تمام گهڻو ويجهو رهيو.



لاڙڪاڻي ضلعي جي هن معروف شخصيت، 29 مئي 2003ع تي وفات ڪئي.

**سيد بدرالدجيٰ شاهه راشدي**: نامور عالم ۽ جراح حڪيم سيد بدرالدجيٰ ولد سيد شاهه محمد شاهه راشدي 1909ع ڌاري پير جي ڳوٺ، لڳ نئين ديري، ضلعي لاڙڪاڻي ۾ جنم ورتو.

سيد بدرالدجيٰ راشدي حڪيم، بزرگ ۽ اهل علم هو. حڪمت جو علم ڪيس پنهنجي والد پاران ورثي ۾ مليو. حڪمت ۾ نبض شناسي، سِير چوڙڻ ۽ ڏنب ڏيڻ جو اعليٰ درجي جو ماهر هو. پري پري تائين سندس ناماچاري هوندي هئي. سماجي ڀلائيءَ جي ڪمن ۾ به ڀرپور حصو وٺندو هو. پير علي محمد شاهه راشدي ۽ پير حسام الدين شاهه راشدي سندس همعصر ۽ ڳوٺائي هئا. سيد بدرالدجيٰ شاهه کي علمي ذوق به سندن صحبت جي ڪري پيدا ٿيو. وٽن ڪي علمي شخصيتون اينديون هيون ته حڪيم بدرالدجيٰ کي به مدعو ڪيو ويندو هو. حڪيم صاحب جون ڊاڪٽر ائنميري شمل، فلپ ڪي هٽي، گلشن خاڪي، باباءِ اردو مولوي عبدالحق ۽ ٻين سان ملاقاتون رهيون. حڪيم صاحب پير صاحب پاڳاري، شهيد ذوالفقار علي ڀٽي ۽ خانبهادر احمد خان ڀٽي جي قريبي احبابن ۾ شامل هو. سندس دواخانو نئين ديري شهر ۾ هو، جتي

پري پري کان مريض اچي علاج ڪرائيندا هئا. حڪيم سيد بدرالدجیٰ شاھ راشدي سنڌ جي ناليواري اديب امام راشديءَ جو والد هو. حڪيم صاحب 22 آگسٽ 1972ع تي 63 سالن جي ڄمار ۾ وفات ڪئي.

**سيد بدرالدين**: سيد بدرالدين بن سيد صدرالدين خطيب جي پيڙهي امام علي نقيءَ سان ملي ٿي. مير علي شير قانع 'تحفة الڪرام' ۾ لکيو آهي ته هو بزرگيءَ ۽ عمدين صفتن سان سينگاريل هو. يقين، معرفت ۽ ديني حقيقتن ۾ پنهنجي زماني ۾ نمايان رهي چڪو آهي. سيد بدرالدين جو اولاد خاندان جي سرواڻي ۽ حسب نسب جي وڏائيءَ ۾ روهڙي شهر ۾ وڏي اهميت رکندڙ هو. ساڳئي ڪتاب ۾ 'اچ' جي ذڪر ۾ سيد جلال بخاري عرف 'جلال سرخ' جي بيان ۾ آيو آهي ته سيد بدرالدين هڪ نياڻي جلال سرخ بخاريءَ کي نڪاح ۾ ڏني هئي. ان جي وفات ڪانپوءِ سيد بدرالدين ٻي نياڻي به سيد جلال سرخ کي ڏني. سيد جلال بخاريءَ کي چار پٽ: سيد علي، سيد جعفر، سيد محمد غوث ۽ سيد احمد ڪبير ٿيا. سيد احمد ڪبير کي ٻه پٽ ٿيا: هڪ مخدوم سيد جلال جهانيان عرف جهانيان جهان گشت ۽ ٻيو سيد راجو قتال ٻنهي جو شمار وڏن ولين ۾ ٿئي ٿو. ڊاڪٽر محمد ايوب قادريءَ، اردو زبان ۾ 'مخدوم جهانيان جهان گشت' نالي هڪ ڪتاب لکيو آهي. هن ڪتاب ۾ سيد بدرالدين جي باري ۾ لکيو ويو آهي ته، هو روهڙي شهر جو رئيس هو. سيد جلال، بخارا کان ملتان آيو. ان بعد هو بکر پهتو. جتي سيد بدرالدين جي نياڻيءَ سان شادي ڪيائين. ان وقت سيد جلال سان ٻه پٽ: علي ۽ جعفر به گڏ هئا. خانداني جهيڙن جي ڪري سندس ٻئي پٽ واپس بخارا هليا ويا ۽ وري ڪڏهن به سنڌي ڪنڌ طرف نه موٽيا. قادري صاحب وڌيڪ لکي ٿو ته، سيد احمد ڪبير پڻ سيد جلال بخاريءَ جو پٽ هو. احمد ڪبير کي ٻه پٽ: مخدوم سيد راجو قتال ۽ مخدوم جلال بخاري (جهانيان جهان گشت) ٿيا. ٻنهي بزرگيءَ ۽ عظمت ۾ وڏو نالو پيدا ڪيو. البت سيد جلال الدين، جيڪو بخارا کان سنڌ آيو هو. ان جي چوٿين پٽ سيد محمد جو ذڪر نه ٿو ڪري. ان ماجرا ۾ پَڪ سان چوڻ ته بخارا کان پهتل سيد جلال الدين بزرگ کي ڪيترا پٽ هئا ۽ اهي ڪهڙي ماءُ جو اولاد هئا، مشڪل ڪم آهي.

**سيد بيرنگ بادشاھ**: مشهور صوفي شاعر بيرنگ بادشاھ جو اصل نالو سيد محمد اسماعيل ولد سيد غلام شاھ هو. هن 1901ع ڌاري مدئجيءَ پرسان ڳوٺ آرائين، تعلقي ڳڙهي ياسين، ضلعي شڪارپور ۾ جنم ورتو. هو سنڌي تعليم پنهنجي ڳوٺ واري اسڪول مان، عربي ۽ فارسي ڳوٺ جندي ديري ۽ عرضي ڀٽي جي ديني مدرسي ۾ پڙهيو. روحاني فيض آگاٽي جي بزرگ سائين سلطان شاھ تارڪ کان حاصل ٿيس. جنهن کيس 'بيرنگ' جو خطاب بخشيو. زندگيءَ جو ڪافي عرصو اتي رياضت ۽ مرشد جي خدمت ۾ گذاريائين. بيرنگ بادشاھ ڪيترو ئي صوفياڻو ڪلام چيو آهي. هن پنهنجي شاعريءَ ۾ 'بيرنگ' تخلص سان گڏ 'راز' ۽ 'اسماعيل' به ڪتب آندو آهي. بيرنگ بادشاھ راڳ جو شوقين هوندو هو. سڄي رات جاڳي ويراڳ ۾ گذاريندو هو. نيم ڪلاسيڪي موسيقيءَ جو ماهر هو. يڪتارو ۽ طبلو وڄائڻ جي سلي ڄاڻ رکندو هو. هميشه گيڙو رنگ ڪپڙا ۽ مٿي تي تاج وانگر ڏگهو ٽوپ پائيندو هو. هٿ ۾ بيرنگ يا ڪنڌري ڪٺندو هو. جنهن ۾ ڳاڙهو علم ٻڌل هوندو هو. بيرنگ بادشاھ ڪڏهن ڪڏهن فاقي، مراقبي ۽ گوشانشيني واري حالت ۾ رهندو هو. سندس ڪلام جو مجموعو قلمي صورت ۾ موجود آهي، جيڪو سندس ئي هٿ اکر لکيل آهي. سندس اکر تمام سهڻا هوندا هئا.

هن 11 نومبر 1944ع تي وفات ڪئي. سندس آخري آرامگاھ ڳوٺ آرائين تعلقي ڳڙهي ياسين ۾ آهي.

**سيد پور** (ديهه): تعلقي اوٻاوڙي، ضلعي گهوٽڪيءَ جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

سيدپور، وريو سميجو، گهريو سميجو ۽ ابراهيم شر.

**سيد پير پنير شاھ جو مقبرو**: پير شاھ جو مقبرو تعلقي گمبٽ، ضلعي خيرپورميرس ۾ آهي. سيد پير شاھ لاءِ مقامي طور تي مشهور آهي ته هيءُ اهل الله شخص ۽ بزرگ هو. هي بزرگ ملتان جي غوث بهاءُالحق ڏانهن کير موڪليندو هو. جيڪو لنگر طور درگاھ تي هلندو هو. هن لاءِ مشهور آهي ته هڪ ڀيري سواري جي مسئلي جي ڪري ملتان واري درگاھ ڏانهن کير نه پهچائي سگهيو ته سمورو چوپايو مال ئي غوث پاڪ ڏانهن موڪلي ڏنائين.



پير پنير شاھ جو مقبرو دڙي تي تعمير آهي. چوڌاري ڪبرن جا وڻ ۽ ڪجھ اٽجاتل قبرون اٿس. مقبري کي ننڍڙو صحن آهي، جنهن کي چوديوار ڏنل آهي. اڳڻ ۾ داخل ٿيڻ لاءِ ننڍو ڪليل لنگھ ٺهيل آهي، پٽ تي سيمنٽ جون چاريون هٽي خوبصورت ڪيو ويو آهي. اڳڻ ۾ پڪين سرن سان فرشبندي ٿيل آهي. مهاڙيءَ ۾ چوڪنڊي ڪالم ۾ ونگائين لنگھ ۾ چوڪائي سان ڪاٺ جو دروازو لڳل اٿس. پاسن کان نمائشي روشندان ناهي ڊزائين جو نمونو ناهيو ويو آهي. ٻنهي ڪنڊن تي ننڍن ٽنين مٿان نيلون هنيون ويون آهن. ڇت تي وڏو اٺڪندو گنج (Drum)

ٺاهي ان تي سائي رنگ جو گنبذ رکيو ويو آهي. گنبذ جي چوٽيءَ تي ليل پڻ نصب آهي. مقبري کي سفيد چوني جو رنگ ڪيل آهي، جڏهن ته گنبذ سائي رنگ جو آهي. گچ جي ڪنڌڻ تي پڻ نيلون هنيل آهن. مقبري جي سنڀال چڱي ٿيل آهي. هتي پير پنھير شاهه جا مريد حاضري ڀريندا رهن ٿا.

**سيد پير محمد شاهه:** سيد پير محمد شاهه ولد سيد اسماعيل شاهه 1900ع ڌاري سجاول، ضلعي ٺٽي ۾ جنم ورتو. هن پنهنجي ابتدائي تعليم سجاول مان حاصل ڪئي. پيشي جي لحاظ کان زميندار هو.



1927ع ۾ تعلقي لوڪلبورڊ جو ميمبر چونڊيو ويو. 1930ع ۾ ڪراچي ضلعي زميندار ۽ جاگيردار ايسوسيئيشن جي ورڪنگ ڪاميٽيءَ جو ميمبر ۽ 1934ع ۾ سنڌ آزاد پارٽي سجاول جو صدر چونڊيو. 1938ع کان 1941ع تائين ڪراچي ڊسٽرڪٽ لوڪلبورڊ ۽ اسڪول بورڊ جو ميمبر رهيو. انهيءَ سال يعني 1938ع ۾ جڏهن ضلعي ۾ مسلم ليگ کي منظم ڪيو ويو ته کيس ورڪنگ ڪاميٽيءَ جو ميمبر ۽ صوبي ۾ مسلم ليگ جو نمائندو ڪري کنيو ويو. ڊسمبر 1939ع کان 1946ع تائين سينيٽري ڪميٽي سجاول جو ۽ بعد ۾ زندگيءَ جي آخري حصي تائين نوٽيفائيڊ ايريا جو ميمبر رهيو. 1945ع ۾ يوسف هارون کي ڪراچي ضلعي مان چونڊائڻ ۾ سندس وڏو هٿ هو. انهيءَ سلسلي ۾ 20 نومبر 1945ع تي سجاول ۾ مسلم ليگ جي جلسي جي صدارت پڻ ڪيائين. ورهاڱي وقت سجاول ۾ مهاجر ڪئمپ جي بندوبست لاءِ سيد پير محمد شاهه تي ڪم رکيو ويو. آڪٽوبر 1947ع ۾ سجاول کان ٺٽي ويندي هڪ روڊ حادثي جي نتيجي ۾ سندس انتقال ٿيو.

**سيد جو اٽ (افسانو):** هي محمد عثمان ڏيپلائيءَ جو 1950ع ڌاري لکيل هڪ افساني جو عنوان آهي، جيڪو سندس افسانن جي ڳٽڪي 'مجاهدان اسلام' ۾ شامل آهي ۽ پنهنجي دور ۾ چڱو مشهور ٿيو.

**سيد جيئندل شاهه لڪياري:** سيد جيئندل شاهه ولد سيد علي شاهه لڪياري، لڪياري سيدن جي ميان پوٽي پاڙي مان هو جيڪي سيد غازي خان جي اولاد مان آهن، جنهن جو مقبرو شاهه صدر جي مقام ۾ ريلوي اسٽيشن لڪي شاهه صدر جي اولهه طرف آهي. سيد جيئندل شاهه 1900ع ۾ جائو. هن ابتدائي تعليم پنهنجي ڳوٺ آراضيءَ مان حاصل ڪئي. جيئندل شاهه وچولي درجي جو زميندار، صاحب فضل و ڪمال، راڄن ۾ رسوخ رکندڙ ۽ پنهنجي دور جو راڄ مڙس هو. وٽس وڏي



ملڪيت نه هئي. مال جا وڳ هئس. گهوڙي سواريءَ جو شوقين هو. 1936ع ڌاري ضلعي لوڪلبورڊ دادوءَ جو ميمبر ۽ سيوهڻ ميونسپل جو صدر ٿيو. اصول پسند سياست جي ڪري ڪيترا دفعا جيل به ويو. سيد جيئندل شاهه همت پرين بي ڊپو زميندار هو. هر ڪنهن کي منهن تي سچ چئي ڏيندو هو. هو قول توڙي فعل جو پڪو هو. سندس اوطاق تي سياستدانن، پاڳين، مهمانن ۽ راڄ وارن جا ميڙا متا پيا هوندا هئا. وڏو مهمان نواز ۽ سخي مرد هو. جي. ايم سيد جي ويجهن رفيقن مان هو. سائين جي. ايم سيد کي 1937ع، 1940ع ۽ 1953ع وارين چونڊن ۾ ڪٽرائڻ ۾ سيد جيئندل شاهه جون وڏيون ڪوششون هيون. ان وقت جي تر جا وڏيرا، زميندار، چڱا مڙس ۽ راڄ وارا سندس اثر هيٺ هئا. جيڪي سندس هانهن ڀيلي ٿي ڪم ڪندا هئا. 1945ع جي آخر ۾ جي. ايم سيد جا مسلم ليگ هاءِ ڪمانڊ سان اختلاف ٿيا. 1946ع جي آخر ۾ چونڊون ٿيون، جن ۾ مسلم ليگ قاضي علي اڪبر کي بيهاريو. اليڪشن ۾ اسلام کي خطري جي نعري، مسلم ليگ جي مخالفت ۽ حڪومت جي مخالفت سبب ڪيترا ڏسٽا وائسٽا ماڻهو خوف ۽ لالچ کان متاثر ٿي ميدان تان هٽي ويا. ان مخالفت واري طوفان ۾ جيئندل شاهه، جي. ايم سيد جو سهڪاري ٿي بيٺو. هن جي دل سنڌ ۽ سنڌين جي درد سان ڀريل هئي. کيس لالچون ڏنيون ويون، پر نه مڙيو. ان ڪري کيس 'فرنٽيئر ريگيوليشن ايڪٽ' هيٺ جيل موڪليو ويو. اليڪشن وارو سمورو وقت دادو جيل ۾ رهيو. اليڪشن کانپوءِ کيس آزاد ڪيو ويو. وڏو بهادر انسان هو. سيد جيئندل شاهه کي ٽي پٽ ٿيا: (1) سيد غلام حسين شاهه، (2) سيد ڪوڙل شاهه ۽ (3) سيد نظر علي شاهه. سندس پٽ ڪوڙل شاهه بي. اي، ايل. ايل. بي هو. ويجهي ماضيءَ ۾ سنڌ جي سياست ۾ اهم ڪردار ادا ڪيو ۽ جيل ڪاٽي جو وزير ٿيو.

سيد جيئندل شاهه جي وفات 1980ع ڌاري ٿي.

**سيد حاجي شاهه:** سيد حاجي شاهه ڏهين صدي هجريءَ جو نامور بزرگ ٿي گذريو آهي. هيءُ سيد صدرالدين شاهه جو پڙپوٽو هو. جنهن جي نالي سان ساداتن جي 'صدرالدين پوٽا' شاخ قائم آهي. ڪتاب 'ڪواڪب السعادات' ۾ هن کي مخدوم ساهڙ لنجار جو مريد ڄاڻايو ويو آهي. عام روايت آهي ته ميان سيد حاجي مٽياريءَ جي پراڻي لنگهه تي مٽ رکي ويهندو هو ته جيئن ايندڙ ويندڙ مسافر پنهنجي اڃ اجهائي سگهن. سيد حاجي شاهه شهر جو قاضي به هو جنهن سبب هيءُ پهاڪو مشهور ٿيو ته "ميون سيد حاجي مٽ جو قاضي" ان ڪانسواءِ هڪ ٻي روايت مشهور آهي ته: 'متعلوي شهر تي مٽياري' نالو به سندس مٽن جي نسبت سان پيو. ميان سيد حاجي جي دور ۾ چانگ قبيلي جا ماڻهو سما حڪومت سان ٽڪراءَ ۾ آيل هئا. جن علائقي جي ساداتن کي به ڪافي تنگ ڪيو هو. جنهنڪري اڪثر ساداتن ۽ چانگن جون پاڙ ۾ چڪريون ٿينديون رهنديون هيون. هن بزرگ چانگن کي پاراتو ڏنو هو.

هن بزرگ عيسيٰ خان ترخان جي دور ۾ وفات ڪئي.

**سيد حاجي شاهہ جي رانڪ** (ماڳ): هيءَ رانڪ مٽياري شهر ۾ آهي، جنهن جي مهاڙي، ڪاشيءَ سان سينگاريل آهي لنگهہ جو در ڏکڻ پاسي ونگدار آهي ڪاٺ جو دروازو سادو آهي، دروازي جي مٿان ننڍيون برجيون ٺهيل آهن جن جي مٿان ڪلسا ڏنل آهن. دروازي جي پاسن ۾ گول ونگ سان دريون جارين سان بند آهن. مٿان ڪا بہ ڇت ڪا نہ آهي. ساڌيون پٽيون جن تي ساٺو رنگ ڏنل آهي مهاڙيءَ ڪان مصلي تي پهچڻ لاءِ ۾ ڏاڪا ٺهيل آهن. مصلو نيري ڪاشيءَ جي سرن سان مزين



آهي. مصلو هڪ ٿلهي تي ٺهيل آهي. ٿلهي تي ڪل ڇهہ قبرون آهن. اوپر ڪان ٽيون نمبر قبر بزرگ سيد حاجي شاهہ جي آهي. صرف نالي وارو ڪتبو لڳل آهي، جيڪو ويجهڙائي ۾ هٽايو ويو آهي. سيد حاجي شاهہ لاءِ روايت آهي تہ هيءُ بزرگ، عيسيٰ خان ترخان جي دور ۾ هتي آيو هو. هي بزرگ موسيٰ پوٽا خاندان جو جد امجد چيو وڃي ٿو. پاڻ صدر الدين شاهہ جو پڙپوٽو هو. 'ڪواڪب السادات' نالي ڪتاب ۾ ڪيس ساهڙ لنجار جو مريد ڄاڻايو ويو آهي. قاضي مقصود 'تاريخ مٽياريءَ' ۾ هن بزرگ جو احوال ڏيندي لکيو آهي تہ پاڻ مٽيارين جي پراڻي لنگهہ وٽ مٽ رکي مسافرن کي پاڻي پياريندو هو. جنهنڪري ئي هن شهر جو نالو مٽياري پيو آهي. پاڻ شهر جو قاضي بہ هو. سندس وفات عيسيٰ خان ترخان جي دؤر ۾ ٿي.

**سيد حاجي محمد حافظ شاهہ**: سيد حاجي محمد حافظ شاهہ، سيد الهہ بخش شاهہ جو چوٿون نمبر فرزند، علامہ سيد اسدالله شاهہ حسينيءَ جو پاءُ، 20 شوال المڪرم 1287هہ مطابق 13 جنوري 1871ع تي اگهيڻ ٽڪڙ (موجوده ضلعي ٽنڊي محمد خان) ۾ ڄائو. ڪيس ننڍپڻ ۾، حافظ يوسف جي مڪتب ۾ پڙهڻ ويهاريو ويو، جتي قرآن ڪريم جي پڙهڻ سان گڏ سنڌي ۽ فارسيءَ ۾ بہ چڱي مهارت حاصل ڪيائين ۽ عربي 'سراجي' تائين پڙهيو.

سيد حاجي محمد حافظ شاهہ طريقت ۾ خواجہ عبدالرحمان سرهنديءَ جو مريد ٿيو. خواجہ صاحب بہ مٿس مهربان هوندو هو. ساڻس گڏ ڪيترا ڀيرا ڪوئيٽا، ڪابل ۽ قنڌار جي سفر تي بہ ويو. حافظ شاهہ جيتوڻيڪ نقشبندي هو پر راڳ کي روح جي غذا سمجهندو هو سندس اوطاق تي هميشہ راڳيندڙن، نڙاين ۽ بانسرين وارن جو ميڙ رهندو هو ڏور بيت چوندڙ سگهڙ ۽ سچيت ماڻهو هميشہ سندس ڪچهريءَ ۾ رهندا هئا. سيد صاحب نهايت نازڪ ۽ نفيس لباس پائيندو هو. خوشبوءِ لڳائڻ سان خاص شوق هوندو هئس. خوش خلق، رلڻو ملڻو ۽ خوش طبع شخص هو هن ٽڪڙ ۾ راندين کي زور وٺايو اتي ڏکن ونجهہ وٽي ۽ وڏ کهل جا مقابلا ڪرائيندو هو.

ماڻهن جو هڻ ڏوکي هو جڏهن ٽڪڙ ۾ سخت برساتون پونديون هيون تہ سيد حافظ شاهہ، لٺ هٿ ۾ کڻي هر ڪنهن غريب جي گهر وڃي سندس خبرگيري ڪندو هو.

حافظ حامد ڪانهوءِ سيد حاجي محمد حافظ شاهہ اهو شاعر هو. جنهن جي ڪلام ۾ سوز ۽ درد هوندو هو چون ٿا تہ حافظ شاهہ جي شاعريءَ جي شروعات ائين ٿي، جو هڪ ڏينهن سير ۽ تفريح ڪندي، 'جوڻ واهہ' جي ڪپ تي اڃي نڪتو ۽ اتي هڪ دوشيزه نازنين کهڙن ڌوئيندي سندس دل کي ڌتاري ورتو تنهن ڪانپوءِ سڄڻ جي سڪ ۾ روئندو رهيو برهہ پڙڪو ڪاڏو ۽ ان عشق ۾ سڪون ۽ چين وڃائي ويٺو ڪنهن همدرد جي صلاح سان پنهنجي عشق جو احوال پنهنجي پير طريقت سان اوريائين. جنهن ڪيس دعا ڪئي ۽ سندس درد ۽ سوز شعر جي صورت اختيار ڪئي غزل جي پيٽ ۾ مداحون ۽ ڪافيون جام لکيائين.

محمد حافظ شاهہ سان موتيو عيسو ۽ لونگ شيدي گڏ هوندا هئا. پاڻ شعر چوندو ويندو هو ۽ کين ياد ڪرائيندو ويندو هو ڪافيون اول پاڻ سُر سان چوندو هو پوءِ فقير چوندا هئا. سندس ڪافيون ٽڪڙ جي ننڍي وڏي جي زبان زدعام هونديون هيون. عشاء جي نمازکان پوءِ سندس اوطاق تي محفل مچندي هئي.

حافظ شاهہ عوامي شاعر هو حافظ شاهہ جو ڪلام گهڻو ڪري ڪافين جي صورت ۾ آهي. سندس ڪلام عام فهم ۽ سليس آهي. سندس اڪثر ڪلام گم ٿي ويو پر سندس هٿ آيل ڪلام 'پيام غمگسار' جي عنوان سان ڊسمبر 1954ع ۾ ڇپجي پڌرو ٿيو.

حافظ شاهہ 5 صفر 1337هہ/ 10 نومبر 1918ع تي وفات ڪئي. کيس حضرت خواجہ عبدالرحمان واري مقام ۾ دفن ڪيو ويو.

**سيد حاجي مهر علي شاهہ**: سيد حاجي مهرعلي شاهہ 1902ع ڏاري ٽڪي ۾ جنم ورتو. ابتدائي تعليم سجاول مان ۽ ثانوي تعليم سنڌ مدرسة الاسلام، ڪراچيءَ مان حاصل ڪيائين. شروعات ۾ حاجي عبدالرحيم شاهہ سجاول واري جون زمينون سنڀاليندو هو. بعد ۾ سياسي ميدان ۾ آيو. سندس سياسي زندگيءَ جي شروعات تعلقي لوڪلبورڊ جي ميمبرشپ کان شروع ٿي. 1930ع ۾ هو تعلقي لوڪلبورڊ جي



ميمبرشپ کان شروع ٿي. 1930ع ۾ ھو تعلقي لوڪلبورڊ جي ورڪنگ ڪاميٽيءَ جو چيئرمين ٿيو. ساڳئي سال ڪراچي ڊسٽرڪٽ زميندار ۽ جاگيردار ايسوسيئيشن جو آڊيٽر، 1932ع ۾ جنرل سيڪريٽري ۽ 1935ع ۾ پهريون جوائنٽ سيڪريٽري ٿي رهيو.

جڏهن 1931ع ۾ بمبئي سرڪار اريگيشن بل ظاهر ڪيو، جيڪو سکر بئراج جي قيام کانپوءِ سموريءَ سنڌ تي لاڳو ٿيڻو هو. ڪراچي ڊسٽرڪٽ زميندار ۽ جاگيردار ايسوسيئيشن اهڙي بل کي لاڙ جي آبادگار طبقي لاءِ هاڃيڪار قرار ڏنو. انهيءَ ڏس ۾ ائسوسيئيشن جو هڪ وفد سيد حاجي عبدالرحيم شاھ جي سربراهيءَ ۾ ترتيب ڏنو ويو ۽ ان جي ذمي اهو ڪم رکيو ويو ته اهو ڪائونسل جي پوني ۾ ٿيندڙ اجلاس ۾ وڃي، سنڌ جي ميمبرن سان ملي کين حقيقت کان آگاھ ڪري. انهيءَ وفد ۾ جي. ايم سيد، وڏيرو عثمان سومرو، امام بخش ڳاهو، فقير محمد ڪاڇي، سيٺ هرچندراءِ سان گڏ سيد حاجي مهر علي شاھ پڻ شامل هو. 1933ع ۾ جڏهن اهو محسوس ٿيو ته ضلعي جي زميندارن ۾ ڊسٽرڪٽ لوڪلبورڊ جي معاملن تي اختلاف موجود آهن، جيڪي اڳتي هلي کين نقصان رسائيندا ته انهن اختلافن کي ختم ڪرڻ لاءِ ضلعي جي معززين جي هڪ ميٽنگ، 8 آڪٽوبر 1933ع تي ڪراچيءَ ۾ ٿي، جنهن ۾ سيد مهر علي شاھ، وڏيري محمد عثمان سومري ۽ سيٺ محمد جعفر خواجہ تي مشتمل هڪ ڪاميٽي تشڪيل ڏني وئي ته جيئن اها انهن اختلافن کي ختم ڪرائڻ لاءِ ڪوششون وٺي. 1934ع کان 1937ع تائين شاھ صاحب 'مدرسہ هاشميہ' سجاول جو ناظم ٿي رهيو. انهيءَ دوران جهمپير جي مسجد ۽ مندر واري معاملي ۾ پڻ وڏيري محمد عثمان سومري ۽ مکي گوبندرام حيدرآباد واري سان گڏ شاھ صاحب کي امين مقرر ڪيو ويو هو. 12 جون 1936ع تي پاڻيءَ جي اٿاڻ واري مسئلي تي جنهن وفد سنڌ جي گورنر سان ڪراچيءَ ۾ ملاقات ڪري، جهرڪ وٽ بئراج تعمير ڪرڻ جو مطالبو ڪيو هو، ان ۾ سيد حاجي مهر علي شاھ بہ شامل هو. 1938ع ۾ عليگڑھ ۾ مسلم ملٽري ۽ هنري ڪاليج تعمير ڪرائڻ لاءِ آل انڊيا مسلم ليگ طرفان سنڌ ۾ سرغلام حسين هدايت الله جي اڳواڻيءَ ۾ جيڪا ڪاميٽي قائم ڪئي وئي هئي، ان ۾ شاھ صاحب کي ڪراچيءَ لاءِ ڊسٽرڪٽ آرگنائيزر مقرر ڪيو ويو هو. انهيءَ سال ڪراچي لوڪلبورڊ جي چونڊ ۾ سيني اميدوارن پاران سيد حاجي مهر علي شاھ کي امين مقرر ڪيو ويو ته هو پنهنجي مرضيءَ ۽ اختيار سان ڪنهن کي بہ صدر چونڊي سگهي ٿو. شاھ صاحب وڏيري محمد عثمان سومري جي حق ۾ فيصلو ڏنو ۽ وڏيرو اتفاق راءِ سان صدر چونڊجي ويو. 1939ع ۾ ڪيس لوڪلبورڊ جو چيئرمين چونڊيو ويو. ان کانپوءِ هو ضلعي لوڪلبورڊ ۾ مختلف ڪاميٽين جو ميمبر ۽ سربراھ چونڊيو ويو. 1946ع ۾ ضلعي لوڪلبورڊ جو چيئرمين ٿيو

قيام پاڪستان کانپوءِ سيد مهر علي شاھ، عبدالستار پيرزادي جي وزارت ۾ لوئر سنڌ بئراج ڪاتي جو صلاحڪار رهيو جنهن عهدي تان هن 1954ع ۾ استيعفا ڏني، جنهن بعد 1955ع ۾ مغربي پاڪستان اسيمبليءَ جو ميمبر چونڊيو ويو بعد ۾ ڊپٽي اسپيڪر بہ ٿيو شاھ صاحب پهرين جنوري 1955ع ۾ وفات ڪئي، کيس مڪليءَ جي قبرستان ۾ دفن ڪيو ويو.

**سيد حافظ شاھ 'حافظ' حسيني:** سيد حافظ شاھ حسيني ولد سيد الهه بخش شاھ حسيني 22 فيبروري 1923ع تي ٽکڙ ۾ ڄائو



سندس تخلص 'حافظ' هو. سندس تعليم ۽ تربيت پنهنجي گهر کان شروع ٿي. مشهور شاعر حافظ 'دلگير' وٽ ٻہ سال ديني تعليم حاصل ڪيائين. ڇهن درجن کانپوءِ حيدرآباد اڪيڊمي هاءِ اسڪول ۽ نور محمد هاءِ اسڪول ۾ پڙهيو ۽ بمبئي يونيورسٽيءَ مان مئٽرڪ پاس ڪيائين. 1951ع ۾ بي. اي (آنرز) ۽ ايل ايل بي پاس ڪري، ٽنڊي محمد خان ۾ وڪالت شروع ڪيائين. پاڻ وڪالت سان گڏ علم، ادب ۽ شعر ۽ شاعريءَ سان بہ وابستہ رهيو. ان سلسلي ۾ اداره سنڌي ادب ٽنڊو محمد خان سندس سرپرستيءَ ۾ ڪافي تعداد ۾ ڪتاب ڇپايا.

حافظ شاھ جا ترجمو ڪيل ڪتاب 'تباهي'، 'آئين زندگي' ۽ 'داستانِ غم' بہ ان اداري جا شايع ڪيل آهن.

حافظ شاھ ڪامياب وڪيل، سٺو نثرنگار ۽ بهترين شاعر هو. سندس شاعريءَ فني لحاظ کان تعريف لائق آهي. صحافتي ادب ۾ سندس ايڊٽ ڪيل رسالو 'لطف' بہ هڪ عمدو يادگار آهي. شاھ صاحب ڪيترن اهم ادارن جو قانوني مشير بہ رهندو آيو.

هن 10 مئي 1974ع تي حيدرآباد ۾ وفات ڪئي.

**سيد حاڪم شاھ پٽ واري جو ميلو:** اتر سنڌ ۾ سيد حاڪم شاھ پٽ واري جو ميلو هر سال 9، 10 ۽ 11 صفر تي ميرو خان ۾ ڏام ڏوم سان ملهايو ويندو آهي. هن ميلي ۾ ملاکڙو، ڪوڏي ڪوڏي راند، سرڪس، موت جو کوھ، پتلي تماشو ٻارن لاءِ جهولا ۽ مختلف شين جا اسٽال سينگارڻ جو انعامي مقابلو پڻ ٿيندو آهي. ان کان علاوه ميلي ۾ راڳ رنگ جي محفل منعقد ڪئي ويندي آهي، جنهن ۾ ٽي. وي ۽ ريڊيو جا مشهور فنڪار پنهنجي فن جو مظاهرو ڪندا آهن. هن ميلي ۾ سنڌ جي ڪنڊ ڪڙڇ مان هزارن جي تعداد ۾ مريد ۽ عقيدتمند اچي حاضري ڀريندا آهن.

**سيد حامد نوبهار شاھ:** 'تاريخ سنڌ ڪلهوڙا دور' ۾ غلام رسول مهر ڄاڻائي ٿو ته "سيد حامد نوبهار شاھ دراصل سيد جلال الدين سرخ بخاريءَ جي درگاھ جو سجاده نشين هو. دائودپوٽن ۽ ڪلهوڙن جي وچ ۾ سخت جنگيون لڳيون. آگسٽ 1726ع ۾ جڏهن محمد مبارڪ خان وفات ڪئي ته

ان ئي وقت ميان نور محمد خان فوج وٺي دائودپوٽن تي شڪارپور ۾ حملو ڪيو. دائودپوٽن شڪارپور ۾ ترسڻ مناسب نہ سمجھيو ۽ اهي اتان نڪري دهلي ہيٺ ۾ اچي رهيا. شڪارپور قبضي ۾ اچڻ ڪانپوءِ ميان نورمحمد، مير شهداد خان ٽالپر کي لشڪر ڏئي دهلي ہيٺ تي حملي ڪرڻ جو حڪم ڏنو. دهلي ہيٺ ۾ جنگ هلندي رهي، جنهن ۾ ٻنهي ڌرين جو گھڻو نقصان ٿيو. آخر اُچ ۾ سيد جلال الدين سرخ بخاريءَ جي درگاهہ جو سجاده نشين سيد حامد نوبهار شاهہ وچ ۾ پيو ۽ جنگ بند ڪرائي دائودپوٽن کي اُچ جي دعوت ڏئي پاڻ وٽ گھرائي ورتو. سيد حامد نوبهار شاهہ سان گڏ اُچ جي گيلاني درگاهہ جو سجاده نشين ۽ سيد چراغ شاهہ بہ گڏ هئا.

**سيد حسين شاهہ جي مزار:** سيد حسين شاهہ عرف ڪاڇيلاڻي جي مزار ضلعي ٺٽي تعلقي جاتي ۾ ميرپور بٺوري رستي تي مير خانہ موري جي اولهہ ۾ واقع آهي. هي بزرگ بہ سؤ سال اڳ جوچيو وڃي ٿو. مقامي روايتن مطابق هن بزرگ جو اچڻ ڪڇ کان ٿيو. پاڻ زهد و تقويٰ جو صاحب هو. سندس مزار تي ساليانو ميلو بہ لڳندو آهي.

**سيد حضرت اسد الله شاهہ جو ميلو:** سيد حضرت اسدالله شاهہ جو ميلو هر سال 2 کان 4 ذوالقعد تائين ٽنڊي يوسف، ميرپورخاص روڊ حيدرآباد ۾ وڏي ڌام ڌوم سان ملهايو ويندو آهي. هن ميلي ۾ راڳ رنگ جي محفل پڻ مچندي آهي. هن ميلي جي موقعي تي ملاڪڙا، گھوڙن، اٺن ۽ ڍڳن جا مقابلا، چوپائي مال جو وڪرو، پوڙهن، ٻڪن ۽ ٻارن جي تفريح لاءِ وڏي تعداد ۾ مناين، ڪاٺ جي شين، رانديڪن، عورتن جي سينگار جي سامان جا وڏا وڏا دڪان، عوام کي کاڌ، خوراڪ مهيا ڪرڻ لاءِ هوٽل ۽ تفريح لاءِ سرڪس لڳندا آهن. هن ميلي ۾ ڏورانهن هنڌن ۽ آسپاس کان ماڻهو اچي ميلو گھمندا آهن.

**سيد حفيظ الدين:** سياستدان سيد حفيظ الدين ولد سيد قطب الدين



شاهہ 2 فيبروري 1955ع تي ڪراچيءَ ۾ ڄائو. سندس تعلق 'پاڪستان تحريڪ انصاف' پارٽيءَ سان آهي. سيد حفيظ الدين، اسلاميہ ڪاليج ڪراچيءَ مان ايل. ايل. بي، ايل. ايل. ايم ۽ ڊي. جي سائنس ڪاليج ڪراچيءَ مان بي. ايس. سي جون ڊگريون حاصل ڪيون ۽ پيشي جي لحاظ کان وڪيل آهي.

سيد حفيظ الدين، پاڪستان تحريڪ انصاف جو سينئر اڳواڻ آهي. 2013ع وارين صوبائي چونڊن ۾ هن پي. ايس-93 ڪراچي-V تان ڪاميابي حاصل ڪئي.

سيد حفيظ الدين، سعودي عرب، سنگاپور، دبئي، آمريڪا ۽ انگلنڊ جا نجي دورا ڪري چڪو آهي. سندس رهائش گاهہ، بنارس (سائيٽ) ڪراچيءَ ۾ آهي.

**سيد حيدر سنائي:** سيد حيدر عليہ رحمة عرف شاهہ حيدر يا ميون حيدر (ميان حيدر) جو تعلق ڪاظمي سيدن جي مٽياري شاخ سان آهي. سندس خاندان امام موسيٰ ڪاظم عليہ الرحمة جي فرزند سيد جعفر ثاني الهواريءَ جي پشت مان آهي، جنهن مان سيد حيدر 801هہ/ 1398ع ۾ سنڌ ۾ آيو ۽ هالا پرسان اچي ويٺو ۽ اتي ڪيس هڪ فرزند سيد امير علي ڄائو، جنهن جو خاندان اڳتي هلي مٽياريءَ ۾ اچي ويٺو ۽ اڳتي هلي مٽياروي مشهور ٿيو.

سنائي سيدن جو تعلق مٽياري سيدن شاخ جي ميان پوٽي پاڙي مان آهي. روايت آهي تہ شاهہ حيدرؒ جي ولادت بہ مٽياريءَ ۾ ٿي. سندن ڏاڏو بدرالدين شاهہ ولد سخي ابراهيم شاهہ اڪثر مٽياريءَ کان درياهہ ٽپي ڪاٽوٽ لڳ ڪوريجن جي ڳوٺ جي پرسان 'ٽٽ' نالي ڳوٺ ۾ ايندو هو. سندس دوستي ان وقت جي حاڪم ڄام نظام الدين سمي جي وزير نواب درياهہ خان عرف دولهہ دريا خان سان هوندي هئي. ان زماني ۾ چانگ قبيلي جا ماڻهو ڪوٽڙي تعلقي ۾ گھڻا هوندا هئا ۽ اڪثر چوريون ڪري ۽ ڌاڙا هڻي گذارو ڪندا هئا. روايت مطابق سن شهر ۾ بہ اڪثر چانگ هوندا هئا، جن جي ڌوهن ۽ چورين چڪارين حڪومت کي گھڻو پريشان ڪيو هو ۽ ان لاءِ ڄام نظام الدين پنهنجي سپهہ سالار دولهہ درياهہ خان تي ڪم رکيو تہ هو وڃي امن امان قائم ڪرائي. دولهہ دريا خان وري اهو ڪم سيد بدرالدين شاهہ تي رکيو ۽ پنهنجا سپاهي ڪيس گڏي ڏنائين تہ وڃي ڌوهہ ختم ڪرايو. سيد بدرالدين شاهہ چانگن سان گھڻائي مقابلا ڪيا ۽ نيٺ انهن کي ڀڄائي ساڻن آخرڪار رني ڪوٽ جي پر ۾ آخري مقابلو ڪيو، جنهن ۾ سندس والد سيد سخي ابراهيم شاهہ ۽ ڀاءُ ڏٽي ڏنو شاهہ شهيد ٿي ويا، پر پاڻ چانگن کي ختم ڪيائين، جنهن تي ڪين ڄام نظام الدين ۽ درياهہ خان معرفت گھوڙي ڊوڙ جاگير ڏني، جنهن مطابق صبح سج اڀرڻ کان لهڻ تائين جيستائين گھوڙو ڊوڙندو، اها سڄي جاگير ڪيس ڏني ويندي، جيڪا آمريءَ کان وٺي ڪاٽوٽ تائين ٿي، جنهن ڪانپوءِ سيد بدرالدين شاهہ سن شهر ۾ ئي رهڻ لڳو. ڪيس ست فرزند هئا:

(1) سيد معروف شاهہ (هن جو اولاد معرفاڻي سيد سڏجي ۽ اڪثر سن ۾ رهن ٿا).

(2) سيد جهنڊو شاهہ (لاولد)

(3) سيد موج شاهہ (هن جو اولاد موري ۽ پرين وارا سيد آهن.)

(4) سيد ضياءُ الدين شاهہ عرف جيئو شاهہ (سندس اولاد شاهہ حيدر مان پيدا ٿيل سيد سن ۾ ۽ شاهہ جرار مان پيدا ٿيل سيد پاٽوٽ ۾ رهن ٿا.)

(5) سيد حاجي شاهہ (هن جو اولاد حاجيحا سڏجن، جيڪي سن، هالا ۽ شهدادپور ۾ رهن ٿا.)

(6) سيد داد شاهہ عرف داد شهيد (لاولد)

(7) سيد بدر شاهہ (هن جاگير پنهنجن سموري فرزندن ۾ ورهائي ڇڏي ۽ اُهي سن کان ڪاٽوٽ تائين رهڻ لڳا.)

سيد ضياءُ الدين شاهه درويش طبيعت جو هو. ڪيس ٻه فرزند: سيد جرار شاهه عرف جلال شاهه ۽ سيد حيدر ٿيا. پاڻ اڪثر عبادت ۾ گذاريندو هو. پر بيماريءَ سبب جلد وفات ڪري ويو ۽ سندس اولاد ڏاڏي بدرالدين شاهه جي تربيت هيٺ وڏو ٿيو. شاهه جرار به درويش طبيعت جو مالڪ هو. هڪ ڀيري ڪيس خبر پئي ته لاڪا پرسان چانگن حملو ڪري ڌاڙو هنيو آهي. پاڻ غصي ۾ اچي انهن تي ڪاهي ويو. جنهن ۾ پاڻ شهيد ٿي ويو. سندس مزار سن شهر ۾ سندس والد ۽ ڏاڏي سان گڏ آهي. سندس اولاد پوءِ لڏي وڃي پاٽوٺ ويٺو.

سيد حيدرؒ جي ولادت 875هه/ 1470ع ڌاري ٿي. پاڻ عربي ۽ فارسيءَ جو سند يافته عالم ۽ حافظ قرآن هو. عالمن ۽ بزرگن جي صحبت پسند ڪندو هو. ان ڪري اڪثر وقت سفر ۾ رهندو هو ۽ مختلف عالمن ۽ بزرگن کان فيض حاصل ڪرڻ لاءِ ٻاهر رهندو هو. سندس استادن ۾ مخدوم ميان عمر ٺٽويءَ وارو هو ۽ اتان ئي ڪيس مخدوم بلاول جو ڏس پيو. جنهن ڪانپوءِ مخدوم صاحب جي صحبت ۾ علم حاصل ڪيائين ۽ سندس خاص ويجهن شاگردن مان هڪ هو. پاڻ ست حج ڪيائين. جنهنڪري عام چوڻي آهي ته:

"ميون حيدر جيسٽاڻي، تيسيءَ جو رهاڻي"

روايت آهي ته ڏهين صدي هجريءَ جي شروع ۾ سيد محمد ميران جونپوري، جيڪو وڏو عالم ۽ بزرگ هو. اهو مختلف ملڪن کان ٿيندو، جڏهن هند مان سنڌ ڏي ٺٽي کان آيو ته هتي به پنهنجا ڪيترائي مريد پيدا ڪري ورتائين، جن ۾ هتي جا حاڪم ۽ قاضي قاضن شامل هو. پر ان دور ۾ مخدوم بلاول ۽ ان جا همعصر بزرگ سندس سخت مخالف هئا. سندن چوڻ هو ته هو سنڌ ۾ ڌارين ارغونن لاءِ رستو صاف ڪرڻ لاءِ آيو آهي ته جيئن اهي ڌاريا هتي آرام سان قبضو ڪري وڃن ۽ پيو ته هن جو 'مهدي' سڏائڻ غلط آهي، جنهنڪري هتن ان جي مخالفت ڪئي ۽ پنهنجي شاگردن کي به ان جي مخالفت لاءِ چيائون.

محمد ميران جونپوري ٺٽي کان درياهه رستي سفر ڪندو، جڏهن سن وٽ پهتو ته شاهه حيدر عليہ رحمة کي تياپو ڏياري اماڻيائين ته سندن بيعت ڪري ۽ ڪاڌي پيتي جو سامان اماڻي ۽ اڳتي ٻيڙيون اُڪرائي. شاهه حيدر ڪيس ڪُتو جواب موڪلي ڏنو ۽ ساڻس درياهي ويڙهه ڪري، سندس ٻيڙيون ٻوڙائي ڪيس هتان ڀڄائي ڪڍيو.

جنهن ڪانپوءِ هو وڃي افغانستان پهتو ۽ اتي شاهه بيگ ارغون کي دانهن ڏنائين، جنهن سنڌ تي ڪاهه لاءِ پنهنجو ڀاءُ اماڻيو. پر اهو دولهه درياهه خان هٿان مارجي ويو ۽ سندس فوج شڪست کائي ڀڳي. ڄام نظام الدين جي وفات ڪانپوءِ سندس فرزند ڄام فيروزالدين حڪومت تي ويٺو ته اهو غلط صحبت جي ڪري عياش ٿي ويو ۽ عالمن ۽ بزرگن کان پري ٿي ويو ۽ دولهه دريا خان کي به وزارت تان هٽائي ڇڏيائين. جنهن جو فائدو وٺي شاهه بيگ ارغون سنڌ تي ڪاهه ڪئي ۽ حڪومت تي قبضو ڪري ورتو. جنهن ڪانپوءِ ارغونن سيني محب وطن ڪي ڳولي مارايون جن ۾ دولهه دريا خان ڪانپوءِ مخدوم بلاول کي گهاڻي ۾ پيڙايو ويو. ان دوران مخدوم بلاول جي حڪم تي شاهه حيدر سن ڇڏي گجرات وڃي نڪتو جتي ڪافي سال گذاريائين.

ان ڪانپوءِ واپس سن ۾ آيو ۽ مرشد مخدوم بلاول جي شهادت ڪانپوءِ گوشه نشين ٿي رهيو ۽ پنهنجي سڄي جاگير راهڪن ۾ ورهائي صرف لنگر هلائڻ لاءِ ڪجهه زمين رکي زندگي گذاريائين.

شاهه حيدر جي شادي پنهنجي چاچي سيد معروف شاهه جي گهران ٿي، جنهن مان ڪيس چار پٽ ٿيا: (1) سيد حامد شاهه، (2) سيد محمود شاهه، (3) سيد حمزو شاهه، (4) سيد ادريس شاهه.

سندس خليفن ۾ لنگر لاءِ ڪاٺيون ڪندڙ ڪاٺڇن جي راڄ مان خليفو پنيڻ آرياڻي به هو. جيڪو خود درويش هو ۽ مرشد جو خاص عقيدتمند هو. سندس مقام ڪلري ڳوٺ پرسان آهي، جتي هر مهيني جي 14 تاريخ تي ماڻهو زيارت لاءِ ويندا آهن.

سندس گهر ۾ ڪم ڪندڙ ٻورچياڻي بيبي مريم عرف رونجهي راڻي هئي، جيڪا به خدا رسيده هئي ۽ سندس مقام گجرڻ جي ڳوٺ لڳ محرابپور تعلقي سڪرنڊ ۾ آهي، جتي پڻ هر مهيني جي 14 تي ماڻهو گڏ ٿيندا آهن ۽ خاص طور ڙالون اولاد لاءِ ٻاس باسينديون آهن.

سندس حساب ڪتاب سنڀالڻ وارو منشي حاجي محمود ميمڻ هو، جيڪو پڻ مرشد جي عقيدت جي ڪري فيضياب ٿيو ۽ سندس مقام سن قبرستان لڳ آهي، جتي پاڻ ۽ سندس پٽ حاجي رتن ۽ حاجي وطن جون تربتون آهن، جيڪو عام طور تي 'ڦوڻن وارو پير' سڏجي ٿو، جتي عورتون خاص طور وينديون آهن ۽ جيڪڏهن ڦوڻو ليڏيون آهن ته ڪين اولاد ٿيڻ جي پڪ ٿيندي آهي.



حضرت شاهه حيدرؒ، 4 شعبان 936هجري/ بمطابق 13 اپريل 1530ع تي وفات ڪئي. هر سال ان تاريخ تي ميلو (ٽُل) لڳندو آهي، جتي آسپاس جا مريد ۽ زيارتي ايندا آهن. روايت مطابق انهن کي ڪاڌو کارايو ويندو آهي، جنهن ۾ روايتي ٻاجهري ۽ گوشت هوندو آهي.

شاهه حيدر جو چوڻ هو ته دنيا مانجهاندي جو ماڳ آهي. ان ۾ راهه حقيقت جي ڳولا ۽ مولا جي صحبت ۾ وقت گذارڻ سڄايو آهي.

پاڻ مٽياري ساداتن مان وڏو نالو ڪيندڙن مان پهريون شخص هو. شاهه رڪن الدين مخدوم بلاول جو صحبتي، محب وطن هو. شاهه حيدر جي اولاد مان سيد ڇتن شاهه، نامور شخص ٿي گذريو آهي، جنهن ٻالڪپڻ ۾ نادر شاهه کي للڪاريو هو. سندس چوڏهين پشت ۾ سائين جي. ايم. سيد، قومپرستي ۽ سنڌ جي آزاديءَ جو لافاني ڪردار ٿي گذريو آهي.

سيد حيدر جي وصيعت مطابق سندس اولاد ۽ معتقدن کي هيٺين ڳالهين کان پرهيز ڪرڻي آهي:

(1) هنن کي ماڙين يا پڪين جاين ۾ ناهي رهڻو.

(2) جاين کي ڪتبڙا يا ڇجا نه ڏيارڻا آهن.

(3) تلوار يا هٿيار تي چانديءَ يا سون جو ڪم ڪرائڻو نه آهي.

(4) گهر ۾ ڳاڙهيون جنديءَ جون ڪتون يا پينگها ناهن رکڻا.

(5) عورتن کي نٿ پائڻي نه آهي.

(6) تفريح لاءِ باغ پوکائڻا نه آهن.

(7) سندن درگاهه وٽ دهل شرنايون وڄائڻيون نه آهن.

(8) طوائفن جو راڳ ٻڌڻ ۽ فحاش عورتن کي ڳوٺ ۾ آڻڻ جي منع آهي.

(9) سندن مزار تي قبو اڏائڻو نه آهي.

(10) سندن زيارتين کي پهرين سندن پاءِ شاهه جرار جي مزار تي حاضري ڀرڻ کانپوءِ سندن درگاهه تي اچڻو آهي.

سندس هيٺيون نشانيون محفوظ آهن:

(1) سندس هٿ جو لکيل قرآن پاڪ.

(2) سندس هٿ جي تلوار.

(3) ٽي وٽا، جن تي قرآن شريف جون آيتون اڪريل آهن.

(4) نيزو، فقيري ڪننا ۽ تاج.

(5) رُڪ جو آئينو.

(6) روهي.

*(سيد ضياءَ شاهه جي مضمون تان ورتل)*

**سيد حيدر شاهه[1]**: سيد حيدر شاهه ولد سيد اسماعيل شاهه، 30 مارچ 1813ع تي حيدرآباد شهر ۾ ڄائو. پاڻ عربي، فارسي، سنڌي، علم جعفر ۽ علم نجوم جو ڄاڻو هو. هن ابتدائي تعليم مٽيارين جي مشهور استاد مولوي عبدالڪريم کان حاصل ڪئي. حيدرآباد توڙي آسپاس جا ڪيترائي ماڻهو سندس معتقد ۽ مريد هوندا هئا. سيد حيدر شاهه علم موسيقيءَ جي اصول تي شعر چوندو هو. هن جي ڏوهيڙن جو ڪتاب 'ليليٰ مجنون' بمبئيءَ جي ليٿو پريس مان شايع ٿيو. جيڪو مڪتبن ۾ درسي ڪتاب وانگي پڙهايو ويندو هو.

سيد حيدر شاهه 78سالن جي ڄمار ۾ 4 رمضان 1306هه/7 مئي 1889ع تي وفات ڪئي.

**سيد حيدر شاهه[2]**: سيد حيدر شاهه ولد سيد مير علي شاهه، شاهه عبداللطيف ڀٽائيءَ جي ڏاڏن مان هو. هيءُ 108هه/1398ع تي امير تيمور سان گڏجي هندستان ۾ آيو. ڪجهه وقت کانپوءِ سيد حيدر شاهه پنهنجي والد ۽ امير تيمور کان موڪلائي سنڌ جي شهر هالا ڪنديءَ ۾ اچي رهيو. انهن ڏينهن ۾ هالا جي حاڪم ميران محمد نالي هالا ذات جي ماڻهن تي ڪنهن ڏوهه ڪري 525 روپيا ڏنڊ وڌو هو. جيڪو غربت جي ڪري هالا ادا ڪري نه سگهيا. سيد حيدر شاهه اها رقم پنهنجي هٿان ڀري ڏني، جنهنڪري ماڻهو ڪانئس ڏاڍا متاثر ٿيا. ڪجهه وقت کانپوءِ وڏيري شاهه محمد هالي جي نياڻي فاطمه سان سندس شادي ٿي. فاطمه سندس ماءُ جو نالو هجڻ ڪري بيبي صاحبه جو نالو مٽائي بيبي سلطان رکيائين. هالا شهر ۾ ڪجهه وقت رهڻ کانپوءِ کيس پنهنجي والد جي وفات جي خبر پئي ته پاڻ واپس هرات وڃڻ وقت نشانيءَ طور ٽي شيون منڊي، خنجر ۽ هڪ خانداني ٻانهي بيبي صاحبه جي حوالي ڪري ويو ۽ وصيت ڪيائين ته پٽ ڄمي ته ان جو نالو مير علي رکيو وڃي ۽ اهي ٽئي امانتون ڏئي کيس هرات اماڻجو.

سيد حيدر شاهه هرات وڃڻ کانپوءِ تقريباً ٽي سال جيئرو رهيو. کيس اتي اڳيئي ٻه فرزند سيد محمد ۽ سيد حسين نالي هئا، جن کي پيءُ جي ڇڏيل ڪافي دولت هٿ آئي، هيڏانهن هالا ۾ به بيبي سلطان صاحبه کي هڪ پٽ ڄائو، جنهن جو نالو مير علي رکيو ويو. جڏهن نينگر وڏو ٿيو ته پيءُ جون ڇڏيل امانتون کڻي هرات روانو ٿيو ۽ ڀائرن سان ملي پنهنجو حصو گهريائين. جن ڀهريان ته انڪار ڪيو. پر قاضيءَ جي فيصلي کانپوءِ سيد مير علي سنڌيءَ کي حصو مليو ۽ پاڻ جلدي سنڌ موٽي آيو.

**سيد حيدر شاهه اجناڻي**: سيد حيدر شاهه اجناڻيءَ جي ولادت 15 ڊسمبر 1917ع تي ٿي. سندس والد بزرگوار سيد مٺن شاهه نهايت نيڪ، عابد ۽ باشرع بزرگ هو ۽ پنهنجي حلقهء احباب ۾ امين مشهور هو. سندس شفقت پدريءَ مان گهڻو ڪجهه پرايائين. سندس شجره نسب، حضرت امام موسيٰ ڪاظم کان ٿيندو حضرت علي عليہ السلام سان ملي ٿو. علم و ادب سان چاهه کيس خانداني ورثي ۾ مليو. 15 سالن جي عمر ۾ 'رشيده' عنوان سان افسانو لکيائين. هڪ ڪتاب 'زميندار' به لکيائين ۽ 'عظيم ترين افڪار' نالي ڪتاب ترتيب ڏنائين. سب جج جي حيثيت سان نوڪري ڪيائين ۽ سيشن جج جي حيثيت سان رٽائرڊ ٿيو. نهايت پرجوش، خوش اخلاق، شيرين گفتار شخص ۽ سٺو شاعر هو. سندس شاعريءَ جو مجموعو، طالب المولیٰ اڪيڊميءَ شايع ڪيو آهي.

**سيد خيرالدين گيلاني**: سيد خيرالله عرف خيرالدين گيلاني ولد سيد احمد بغدادي 911هه/1505ع ۾ بغداد ۾ جنم ورتو. سندس شجرو پنجين پيڙهيءَ ۾ سيد عبدالقادر گيلاني رحه سان گڏجي ٿو. هن ابتدائي تعليم مڪي ۾ ورتي ۽ اتي 14 سال تعليم حاصل ڪئي. تعليم مان فارغ ٿي سياحت ڪندي سنڌ جي شهر هالڪنديءَ ۾ مخدوم نوح اويسي صديقيءَ جي صحبت مان فيضياب ٿي سکر پهتو ۽ هتي جي هڪ ٽڪريءَ تي الله جي عبادت ۾ مصروف ٿي ويو. پراڻي

سکر جا ڪافي ماڻهو سندس مريد ٿيا، جن ۾ نواب مير محمد معصوم جو پوٽو مير محمد زڪريا به شامل هو. پاڻ مريدن جي چوڻ تي سکر پراڻي جي ان هنڌ رهڻ لڳو، جتي هينئر سندس مقبرو آهي. سندس خليفن ۾ سيد نصيرالدين متعلويءَ جو نالو به قابل ذڪر آهي، جنهن شاهه صاحب جي وفات کانپوءِ مخدوم نوح جي خليفي درويش يحيٰ رانٽيي کان فيض حاصل ڪيو.

سيد خيرالدين گيلاني 27 رمضان 1027هه ۾ وفات ڪئي. سندس مقبرو سکر پراڻيءَ ۾ آهي، جتي هر مهيني يارهين تاريخ ميلو لڳي ٿو. روضي جي عاليشان عمارت نيري رنگ جي گنبذ سان فقير جمال الدين جي پٽ ميان غلام محمد مجاور تعمير ڪرائي ۽ سيد محمد معصوم جي پوٽي سيد اسدالله ’مخلص‘ ساقيءَ گنبذ جي تاريخ لڳائي، جيڪا گنبذ جي مٿان لڳل آهي:

شاهه خيرالدين سرور سالڪان،
ولي خدا زبده عارفان،
زهي روضه اش مظهر نورخدا،
بيا بند فيض، زيارت ڪنان،
غلام محمد سجاده نشين،
زيڪليش بنا روضئه نوشان،
چو ساقي طلب ڪرد تاريخ آن،
بگفتا خرد درگه فيص دان.

**سيد خير شاهه**: سيد خير شاهه، اصل ڪوئيٽا (بلوچستان) جي پرِ ۾، ڇئن ميلن جي فاصلي تي، پهاڙ جي دامن ۾، ڪِراني جي ڳوٺ ۾ رهندڙ سيدن مان هو. ميرن جي صاحبيءَ ۾ سندس بلوچ مريد سنڌ ۾ لڏي آيا، جنهنڪري هي سيد به اڪثر سنڌ ۾ ايندا ويندا هئا. سندس خاندان جا ٻيا ڪيترا سيد بلوچستان ۾ ڍاڍر، مستونگ ۽ جهل مگسيءَ ۾ رهندا هئا. سندس مريد سنڌ ۾، ٿرپارڪر، سانگهڙ، نوابشاهه ۽ خيرپور ضلعن ۾ مري، چانڊيا، جمالي ۽ خاصخيلي گهڻي تعداد ۾ موجود آهن.



سيد خير شاهه جي والد ميان امام علي شاهه کان اڳ سندس وڏا ڦهرين سنڌ ۾ ڪڪري نالي ڳوٺ، تعلقي ڪنديارو ۾، ڪوئيٽا کان لڏي اچي ويٺا. ان کانپوءِ شاهه صاحب جو والد ميان امام علي شاهه 1872ع ۾ نوابشاهه ضلعي ۾ زمين خريد ڪري، نوابشاهه جي پرِ ۾ پنجن ميلن تي پنهنجو ڳوٺ ٻڌي اچي ويٺو. تنهن بعد هي دائمي طور اُتي رهڻ لڳا.

حاجي ميان امام علي شاهه کي ٽي فرزند ٿيا: (1) سيد ميان خير شاهه، (2) سيد حاجي ڪرم شاهه ۽ (3) سيد حاجي غلام شاهه.

سيد خير شاهه، مئي 1904ع ۾ سندس اصل ڳوٺ ڪِراني ۾ ڄائو هو. ابتدائي سنڌي تعليم قديم دستور موجب ملان محمد دائود گهانگري، ويٺل ڳوٺ ڄام نورالله، تعلقي ڪنڊياري وٽ ورتائين. پارسي، مولوي الله بخش سيٺر وٽ پڙهيائين. پوءِ زميناري سنڀاليائين. سندس والد 1950ع ۾ وفات ڪري ويو. ان کانپوءِ گهر ۾ وڏي هئڻ سبب، هو زمينداري ۽ ڪاروبار جو اڳواڻ ٿي رهيو. نوابشاهه جي رهاڪو سيد ميان پڊل شاهه سان سندس دوستي ٿي وئي. ٻنهي جي گڏيل اثر ڪري، هي شهر ۽ آسپاس ۾ چڱو رسوخ حاصل ڪري ويو. 1923ع ۾ تعلقي لوڪلبورڊ نوابشاهه جو ميمبر چونڊيو. 1928ع ۾ ضلعي لوڪلبورڊ نوابشاهه جو ميمبر چونڊيو، جنهن تي 1945ع تائين رهيو.

سيد خير شاهه ۽ جي. ايم. سيد پاڻ ۾ گهرا دوست هئا. ٻنهي گڏجي سردار نبي بخش خان ڀُٽي جي چونڊ وقت ڪم ڪيو هو. سنڌ بمبئيءَ کان جدا ٿيڻ بعد، جنوري 1937ع جي اليڪشن ۾، سيد خير شاهه، نوابشاهه - سنجهوري تڪ مان سردار محمد لقمان- جنهن کي پير پاڳاري جي مدد هئي، جيڪو مرزا فرخ بيگ جو عزيز هو ۽ ورهين جا ورهيه ضلعي لوڪلبورڊ نوابشاهه جو صدر رهي چڪو هو ۽ جنهن جا مقامي آفيسرن ۽ زميندارن سان سٺا تعلقات هئا- ان جي مقابلي ۾ سنڌ اسيمبليءَ جو ميمبر چونڊجي آيو.

سنڌ اسيمبليءَ ۾ جڏهن سر غلام حسين جي وزارت ٺهي ته جي. ايم. سيد سان گڏ مخالف ڌر ۾ ويٺو. مارچ 1938ع ۾ ان وزارت کي شڪست ڏئي، الهه بخش وزارت کي وجود ۾ آڻڻ لاءِ هي جي. ايم. سيد جو سهڪاري رهيو. اڳتي هلي اتحاد پارٽيءَ جو الهه بخش وزارت سان ڏِلن وڏائڻ جي سوال تان اختلاف ٿي پيو، ان ڪري هي ۽ جي. ايم. سيد مخالفت ۾ ويٺا، پوءِ جڏهن جي. ايم. سيد مسلم ليگ ۾ شريڪ ٿيو ته سيد خير شاهه، نوابشاهه ضلعي ۾ مسلم ليگ جو مکيه ڪارڪن ٿي رهيو. منزل گاهه مسجد جي سوال تان الهه بخش وزارت خلاف عدم اعتماد جو ٺهراءُ پاس ٿيو ته هي ان ۾ جي. ايم. سيد واري ڌر سان گڏ هو. هن جي اثر ڪري ميان محمد يوسف خان چانڊيي آخري ووٽ ڏئي، وزارت کي شڪست ڏياري. ان کانپوءِ هي ڪافي عرصو مسلم ليگ ۾ رهيو.

1944ع کان مسلم ليگ پارٽي ۽ مسلم ليگ وزارت (جنهن جو وزيراعظم ان وقت سر غلام حسين هو) جي وچ ۾ اختلاف ٿي پيو. کهڙو جيل ۾ هو. شهيد الهه بخش جي خالي ٿيل اسيمبليءَ جي جاءِ تي مسلم ليگ طرفان چونڊيل ميمبر احمد خان سڏايي جي وفات سبب شڪارپور تڪ جي جاءِ خالي ٿي، جنهن لاءِ سر غلام حسين هدايت الله پنهنجي پٽ انور حسين هدايت الله کي اميدوار بيهارڻ گهريو. ٻئي طرف صوبائي مسلم ليگ جو جنرل سيڪريٽري آغا غلام نبي خان پٺاڻ اميدوار هو. جي. ايم. سيد صوبائي مسلم ليگ جو صدر هو. هن غلام نبي خان کي ٽڪيٽ ڏني، جنهن تان ناراض ٿي، سر غلام حسين،

مير غلام علي خان کي وزير ڪيو. جنهن مسلم ليگ اندر بلوچ گروپ پيدا ڪرڻ لاءِ، نوابشاهه ۾ خير شاهه خلاف بلوچن کي ڪڙو ڪيو. 1945ع جي آخر ۾ صوبہ سنڌ مسلم ليگ پارليامينٽري بورڊ ٺهيو. جنهن تي سيد خير شاهه ۽ غلام نبي خان پناڻ بہ ميمبر هئا. جناح صاحب جي وسيلي سر غلام حسين نئين سر بورڊ مقرر ڪرائي، ان تي وزارت ۽ جماعت جي طرف جا هڪ جيترا ميمبر رکايا. نتيجي طور معاملوان حد تي وڃي بيٺو تہ مسلم ليگ هاءِ ڪمانڊ ۽ وزارت هڪ ٿي ويا. پوءِ صوبہ مسلم ليگ کي معطل ڪري، جنوري 1946ع جي چونڊن ۾ هڪ ڪليڪٽر کي ڇڙواڳ ڇڏي نوابشاهه وارن ميمبرن کي شڪست ڏياري وئي. جن مان سيد خير شاهه بہ هڪ هو. سال جي آخر ۾ وري اسيمبليءَ جون نيون چونڊون ٿيون تہ گورنر ۽ مسلم ليگ گڏجي سنڌن باقي رهيل ميمبرن کي بہ شڪست ڏياري. شاهه صاحب هن ڀيرءَ چونڊ ۾ اميدوار نہ بيٺو ۽ کُليو بيان ڪڍيائين تہ ”گذريل اليڪشن ۾ نوابشاهه جي ڪمشنر مسعود کلم کلا موٽرن ۾ چڙهي مسلم ليگ جي اميدوارن جي مدد ڪئي. اسان جي حامين کي جيل ۾ وڌو. ڪوڙا ووٽ ڏياريا ۽ 110 قلم ۾ رجوع ٿيل اميدوارن کي چونڊائڻ لاءِ ڪوشش ڪئي. هن وقت بہ ساڳيو ڪليڪٽر ڪرسيءَ تي موجود آهي، ۽ حالتون بدليون ناهن. ان ڪري چونڊن ۾ بيهڻ بيڪار آهي.“

آگسٽ 1947ع ۾ پاڪستان ٺهيو. 1948ع ۾ خانبهادر کهڙي کي وزارت مان ڊسمس ڪيو ويو. ان ڪانپوءِ ڪجهہ وقت لاءِ پير الاهي بخش وزيراعليٰ ٿي رهيو. بعد ۾ يوسف هارون وزيراعليٰ ٿيو. ان وقت نوابشاهه سنجهوري تڪ جي ميمبر ميان محمد اعظم جي وفات جي ڪري، اسيمبليءَ جي جڳهہ خالي ٿي. کهڙو صاحب صوبہ مسلم ليگ جو صدر هو. هن قديم تعلقات جي بنياد تي سيد خير شاهه کي مسلم ليگ ۾ واپس آڻي ڪيس بنا مخالفت جي ميمبر چونڊايو. ان وقت جي. ايم. سيد حالتن جي بدلجڻ ڪري مسلم ليگ نظريي جي خلاف هو. ان ڪري هو ۽ ان جا ٻيا ساٿي اسيمبليءَ کان ٻاهر رهيا.

1953ع ۾ سنڌ اسيمبليءَ جون نيون چونڊون ٿيون، جن ۾ سيد خير شاهه، مسلم ليگ طرفان اميدوار بيهي، وري چونڊجي آيو. جڏهن جي. ايم. سيد ۽ سندس دوست متحده محاذ طرفان اسيمبليءَ طرفان چونڊجي آيا. 1954ع جي آخر ۾ خانبهادر کهڙي سنڌ کي زوريءَ پنجاب سان گڏڻ لاءِ ’ونيونٽ‘ (One Unit) جو ٺهراءُ پاس ڪرايو. جنهن بعد مغربي پاڪستان اسيمبليءَ جون چونڊون ٿيون. سيد خير شاهه نوابشاهه ضلعي پاران ان ۾ چونڊجي آيو ۽ ريپبليڪن پارٽيءَ ۾ داخل ٿيو. ان دوران جي. ايم. سيد متحد محاذ پاران مسلم ليگ سان ونيونٽ ڊاهڻ لاءِ گفتگو ڪئي، جنهن جون اڪثر ميٽنگون ڪراچيءَ ۾ سيد خير شاهه جي بنگلي تي ٿينديون هيون. اها ڳالهہ ٻڌي ريپبليڪن پارٽيءَ بہ ڳالهيون هلايون. ٺهراءُ پيش ٿيڻ بعد ريپبليڪن پارٽي وعدي تان ڦري وئي ۽ ٺهراءُ تي اسپيڪر جي مدد سان ووٽ وٺڻ ڪانسواءِ وقت ٽاري ڇڏيو. ان تي جي. ايم. سيد ۽ سندس ساٿين ڊاڪٽر خانصاحب جي وزارت جي مخالفت ڪرڻ شروع ڪئي، جنهن ۾ سيد خير شاهه ساڻن گڏجي وزارت خلاف محاذ ٺاهيو. نتيجي طور وزارت هلي نہ سگهي ۽ ڪجهہ وقت لاءِ گورنر حڪومت جون واڳون پنهنجي هٿ ۾ ورتيون. ان ڪانپوءِ سردار عبدالرشيد جي هٿ هيٺ نئين وزارت ٺهي. ان جي. ايم. سيد جي ڌر سان ڳالهيون ڪري وعدو ڪيو تہ هو ونيونٽ کي ڊاهڻ جو ٺهراءُ، مغربي پاڪستان اسيمبليءَ ۾ پاس ڪرائڻ ۾ مدد ڪندا. مسلم ليگ تہ ساڻن ان ڳالهہ ۾ اڳيئي ٻڌل هئي. جي. ايم. سيد، نيشنل عوامي پارٽيءَ جي ورڪنگ ڪميٽيءَ اڳيان آخري فيصلي لاءِ سوال رکيو. ڪميٽيءَ ميان افتخارالدين جي اثر جي ڪري ساڳين شرطن تي ريپبليڪن پارٽيءَ طرفان ٺهراءُ پاس ڪرائڻ کي ترجيح ڏني ۽ ’ونيونٽ‘ خلاف اسيمبليءَ ۾ ٺهراءُ پاس ٿيو. ان وقت مسلم ليگ ناراض ٿي وزارت ڪيرائڻ لاءِ ڪوشش ڪئي، هنن سيد خير شاهه کي چيو تہ ”اوهان جي بنگلي تي ٿيل ڳالهين تان نيشنل عوامي پارٽيءَ وارا ڦري ويا آهن. ان ڪري اوهان اسان جي مدد ڪريو“. پر سيد خير شاهه، جي. ايم. سيد جي چوڻ تي سردار عبدالرشيد جي وزارت کي بچايو. ان ڪانپوءِ هن کي ڊپٽي منسٽر ڪري وزارت ۾ رکيو ويو ۽ غلام نبي پناڻ کي وزير ڪري ڪنيو ويو. ٿوري وقت ڪانپوءِ ريپبليڪن پارٽيءَ وارا مٿان جي دٻاءُ پوڻ تي، وعدي تان ڦري ويا ۽ ’ونيونٽ‘ جو سوال مرڪزي اسيمبليءَ ۾ آڻي، آئين ۾ ترميم ڪرائڻ لاءِ تيار نہ ٿيا. ان تي جي. ايم. سيد وارن، ريپبليڪن پارٽيءَ کي سزا ڏيڻ لاءِ مسلم ليگ سان گڏجي وزارت جي مخالفت ڪئي. ان معاملي تي سيد خير شاهه، ڊپٽي منسٽري ڇڏي اچي، جي. ايم. سيد وارن سان گڏ مخالفت ۾ ويٺو. 1958ع ۾ مارشل لا لاڳو ٿيڻ ڪانپوءِ، جڏهن ملڪ ۾ حڪومت جو جمهوري سرشتو ختم ڪيو ويو تہ شاهه صاحب ڪناره ڪش ٿي ماٺ رهيو. نئين آئين ٺهڻ ڪانپوءِ جڏهن مرڪزي اسيمبليءَ جون چونڊون ٿيون تہ شاهه صاحب نوابشاهه ضلعي طرفان اميدوار بيٺو. پر سندس گروهہ مان سيد حسن بخش شاهه، پير زين العابدين ڪنيارين واري جي اثر ڪري سندس مخالفت ڪئي، جنهنڪري سيد خير شاهه اليڪشن ۾ ڪامياب نہ ٿيو. سيد خير شاهه، نظرياتي سياست مان گهٽو واقف نہ هو. پر منجهس ڪي خاصيتون هيون، جيڪي زميندار طبقي جي عام سياستدانن ۾ گهٽ هونديون آهن. هي جوشيلو بي ڊپو آزاد خيال ۽ بي طمع سياستدان هو. هر مقابلي جي ميدان ۾ لبيڪ چئي حاضر ٿيندو هو. پر نوابشاهه ضلعي جي سياست عجيب آهي، جتي پڙهيل طبقو وڏيڪ هوندي بہ سياسي فهم گهٽ رکڻ ڪري اڪثر ميمبر سرڪاري گروهہ ۾ شامل ٿي ذاتي ڪم ڪرائيندا هئا. جيڪا ڳالهہ سيد خير شاهه جي طبيعت وٽان نہ هئي، ان ڪري هو باقي زندگي سياست کان پري رهيو.

سيد خير شاهه 8 رجب 1402هہ/ 3 مئي 1982ع تي وفات ڪئي. سندس فرزند سيد نظر شاهه ڪانئس پوءِ سياست ۾ سرگرم رهيو

صوبائي اسيمبليءَ جو ميمبر ۽ وزير پڻ رهيو. سيد نذر شاهہ ڪانپوءِ سندس پٽ سيد شوڪت حسين شاهہ پڻ قومي اسيمبلي ۽ صوبائي اسيمبليءَ جو ميمبر ۽ وزير رهيو.

**سيد دادن شاهہ جهانيان:** سيد امداد علي شاهہ عرف سيد دادن شاهہ 21 مارچ 1870ع تي ٽنڊو جهانيان، حيدرآباد ۾ تولد ٿيو. سندس وڏا اُچ شريف کان سنڌ ۾ دين جي تبليغ لاءِ آيا هئا. کيس ديني تعليم سندس والد ڏني. پاڻ سخي ۽ غريب پرور هئا. سندس والد سيد محمد علي شاهہ جي وفات بعد، جهانيان خاندان جي پڳ مٿس آئي.



سيد دادن شاهہ ڪرامت جو صاحب هو ۽ هيءُ بزرگ 100 ورهين جي عمر ۾ 5 شوال/ 5 ڊسمبر 1970ع ۾ وفات ڪري ويو. کيس سندس ڏاڏي سيد ويڌل شاهہ جي پرسان 'ڪربلا دادن شاهہ' ۾ دفن ڪيو ويو.

**سيد رحمت الله بکري:** سيد رحمت الله پٽ لطف علي رضوي بکري، ميان عبدالنبي فيروز جنگ بهادر، سنڌ جي آخري ڪلهوڙي حاڪم جو درباري شاعر، مداح ۽ قصيدو پڙهندڙ هو. بکر اُجڙڻ ڪانپوءِ ڪي سادات روهڙيءَ ۾ اچي رهيا ۽ ڪي وري پنهنجي جاگير بڪار ۾ وڃي رهيا. سيد رحمة الله بہ بڪار جي جاگيردارن مان هو. سندس ذڪر ان قصيدي ۾ آهي، جيڪو هن ميان عبدالنبي ڪلهوڙي جي توصيف ۽ تعريف ۾ لکيو. هي قصيدو لکڻ وقت هي خداآباد ۾ ميان صاحب جي وڏي درباري امير ۽ ٽالپرن جي مورثِ اعليٰ مير بجار خان جو مهمان هو. جنهن ميان صاحب کي قتل ڪرايو هو. ان ڪري ملڪ ۾ وڏو وڳوڙ پيدا ٿي پيو ۽ ڪلهوڙن جي حڪومت ختم ٿي ۽ مير صاحبان مُلڪ تي قبضو ڪري ويا. سيد رحمة الله کي مير صاحب وٽ رهندي ڪجهہ وقت گذري ويو تہ کيس پنهنجي اهل عيال جو فڪر ٿيو. سو قصيدي ۾ مير بجار خان کي مخاطب ٿيندي چيائين تہ مون کي هارن کان پري رهندي بہ مهينا گذري ويا آهن. اجازت ڏيو تہ وطن وڃان. سيد صاحب جي ڊگهي قصيدي ۾ جتي ميان عبدالنبي ڪلهوڙي جي تعريف سان گڏ ان جي درباري اميرن، وڪيلن ۽ توشي خاني جي هندو منشين، درباري عالمن، قاضين ۽ حڪيمن جا نالا ڏنا ويا آهن، اتي سرزمين سنڌ ۽ سنڌو درياهہ جي تعريف جا واهڙ وهايا ويا آهن. سيد صاحب 1194هہ تائين زنده هو ۽ اهو قصيدو بہ انهيءَ سال لکيو ويو انهيءَ سال قنڌار جي بادشاهہ تيمور ابن احمد شاهہ ابدالي ميان عبدالنبي ڪلهوڙي ڏانهن خلعت موڪلي هئي، ان جو ذڪر بہ ان قصيدي ۾ موجود آهي. ان ڪانپوءِ سيد رحمة الله بکريءَ جي وفات جو سال معلوم نٿو ٿئي.

**سيد روشن علي شاهہ:** سيد روشن علي شاهہ 'روشن'، مخدوم جهانيان جي خاندان مان ٿي گذريو آهي. هيءُ قادر الڪلام شاعر ۽ جيد عالم هو. 1670ع ۾ پيدا ٿيو. سندس ڏاڏو سيد فتح علي شاهہ ۽ والد قطب علي شاهہ 'قطب' پنهنجي وقت جا فارسي، سنڌي ۽ سرائيڪي زبان جا ناميارا شاعر هئا. هن سنڌي، هندي ۽ فارسي ٻولين پڙهيون. هن بيت، ڪافيون، غزل ۽ رباعيون ڪافي تعداد ۾ چيون. سندس ڪلام جو مجموعو 'گلشن روشن' ادب جو قيمتي اثاثو آهي. سيد روشن علي شاهہ 23 رمضان المبارڪ سن 1250هہ ۾ وفات ڪئي.

**سيد سبط حسن:** سيد سبط حسن، ڏکڻ ايشيا جو مشهور ترقي پسند صحافي، اديب ۽ محقق ٿي گذريو آهي. هو 31 جولاءِ 1916ع تي هندستان جي رياست اترپرديش جي اعظم ڳڙهہ شهر ۾ پيدا ٿيو. عليگڙهہ مسلم يونيورسٽيءَ مان گرئجوئيشن ڪيائين. بعد ۾ اعليٰ تعليم لاءِ آمريڪا جي ڪولمبيا يونيورسٽيءَ ۾ پڙهيو. 1947ع کان پوءِ ترقي پسند فڪر جي پکيڙڻ لاءِ هو پاڪستان لڏي آيو. پاڪستان ۾ مارڪسزم ۽ سوشلزم جي اهم ليڊرن ۾ سيد سبط حسن جي وڏي اهميت آهي. هتي 'انجمن ترقي پسند مصنفين' جو روح روان ۽ سرگرم رڪن ٿي ڪم ڪيائين. اردو رسالن 'نيا ادب'، 'ليل و نهار' ۽ 'پاڪستاني ادب' جو پڻ ايڊيٽر ٿي ڪم ڪيائين. ان ڪري سبط حسن کي هڪ صحافيءَ طور بہ وڏي مڃتا حاصل رهي آهي. اصل ۾ هن جي درست سڃاڻپ هڪ 'ادبي محقق' واري آهي. سيد سبط حسن تهذيب ۽ تاريخ جي ميدان ۾ جديد انداز سان نروار ٿيو ۽ اردو زبان ۾ گهڻا ڪتاب لکيائين. سندس ڪتابن جي وڏي اهميت آهي. هن جا ڪي ڪتاب هن ريت آهن:



(1) موسيٰ سي مارڪس تڪ، (2) شهرِ نگاران، (3) ماضي ڪي مزار، (4) انقلابِ ايران، (5) ادب اور روشن خيالي، (6) ڀڳت سنگهہ اور اس ڪي ساٿي، (7) مارڪس اور مشرق، (8) سخن در سخن، (9) افڪار تازه، (10) نويد فڪر، (11) پاڪستان ۾ تهذيب ڪا ارتقا وغيره. هي سڀ ڪتاب اردوءَ ۾ آهن. هڪ ڪتاب 'پاڪستان ۾ فڪري جنگ' انگريزي زبان ۾ لکيائين. سيد سبط حسين، شاهہ عبداللطيف ڀٽائي ۽ صوفي شاهہ عنايت شهيد تي بہ مقالا لکيا آهن. صوفي صاحب تي سندس لکيل عاليشان مضمون، رشيد ڀٽي مرحوم، 'نويد فڪر' ڪتاب مان سنڌي زبان ۾ 'جڏهن جهوڪ جهريو' عنوان سان ترجمو ڪيو هو. سندس ڪتاب 'موسيٰ سي مارڪس تڪ' جو سنڌي ترجمو 'موسيٰ کان مارڪس تائين' عنوان سان نوجوان محقق ڊاڪٽر محبت ٻرڙي ۽ سندس ننڍي ڀاءُ رياضت ٻرڙي ڪيو آهي. جيڪو سنڌيڪا اڪيڊمي ڪراچيءَ 2010ع ۾ ڇپيو آهي.

ننڍي کنڊ ۾ ترقي پسند ادب جي لهر 1930ع ڌاري شروع ٿي هئي، جنهن ۾ سيد سبط حسن اهم ڪردار ادا ڪيو هو. 1942ع ۾ هو ڪميونسٽ پارٽي آف انڊيا ۾ شامل ٿيو. پاڪستان اچڻ ڪانپوءِ پيٽ

پالڻ سان گڏ فڪري تحريڪن ۾ فعال ڪردار ادا ڪيائين. 1985ع ۾ لنڊن ۾ ’انجمن ترقي پسند مصنفين‘ جي گولڊن جوبلي تقريب منعقد ٿي تہ ان ۾ بہ خوب بهرو ورتائين ۽ اتي ان عنوان تي هڪ زبردست مقالو پيش ڪيائين. ساڳئي قسم جي ميڙاڪي ۾ شرڪت لاءِ 1986ع ۾ هندستان پڻ ويو هو ۽ واپس پاڪستان موٽي رهيو هو تہ دهليءَ ۾ 20 اپريل 1986ع تي دل جي دوري پوڻ سبب سندس وفات ٿي. سندس ميت کي ڪراچيءَ ۾ آڻي دفن ڪيو ويو. ان ۾ ڪو بہ شڪ نہ آهي تہ سيد سبط حسن، ننڍي کنڊ جي ترقي پسند ليکڪن ۾ اهم جاءِ والاري ٿو.

**سيد سردار احمد**: ناميارو سياستدان ۽ رٽائرڊ ڪامورو، سيد سردار احمد ولد سيد علي احمد، 9 نومبر 1933ع تي اجمير شريف، ڀارت ۾ جائو. ورهاڱي وقت سندن ڪٽنب لڏي ڪراچيءَ آيو. سيد سردار احمد بي.اي ۽ ايم.اي جون ڊگريون سنڌ يونيورسٽيءَ مان حاصل ڪيون. تعليم مڪمل ڪرڻ ڪانپوءِ سي.ايس.پي آفيسر بڻيو. هن ايس.ڊي.ايم، اسسٽنٽ ڪمشنر، ڊپٽي ڪمشنر ۽ ڪمشنر طور سنڌ جي مختلف ضلعن ۾ خدمتون سرانجام ڏنيون. ان



ڪانسواءِ سينئر ميمبر بورڊ آف ريوينيو ۽ پورٽ قاسم اٿارٽيءَ جو چيئرمن رهڻ ڪانسواءِ سنڌ جو چيف سيڪريٽري پڻ رهيو آهي.

سيد سردار احمد رٽائرمينٽ ڪانپوءِ متحده قومي موومينٽ ۾ شامل ٿي سياسي سرگرمين ۾ بهرو ورتو. 2008ع جي چونڊن ۾ متحده قومي موومينٽ جي ٽڪيٽ تي صوبائي اسيمبليءَ جي چونڊ وڙهي ڪامياب ٿيو ۽ سنڌ ڪابينا ۾ ايڪسائيز، ناٽي ڪاٽي ۽ صحت کاتي جو صوبائي وزير رهيو.

2013ع جي چونڊن ۾ پي.ايس 124 ڪراچيءَ تان ٻيهر صوبائي اسيمبليءَ جي ميمبر طور ڪامياب ٿيو آهي.

**سيد سردار علي شاهہ**: سياسي، سماجي ڪارڪن سيد سردار علي شاهہ بخاري ولد سيد حيدر شاهہ ڳوٺ نوشهرہ ڏالہ، تعلقي ترنتارن ضلعي امرتسر ۾ جنم ورتو. جيڪو سکن جو علائقو هو ۽ ان کي ’مانجها‘ بہ چيو ويندو هو. هي علائقو چورن ڌاڙيلن جو ڳڙهہ هو. اڪثر زميندار سِک ۽ ڪڙمي گهٽ ڪري مسلمان هوندا هئا. هن



علائقي جا سک ۽ مسلمان، سيد حيدر شاهہ جا معتقد هئا. سردار علي شاهہ شروع کان ئي پيري مريديءَ جي خلاف هو. ان ڪري ملازمت جي تلاش ۾ نڪتو ان زماني ۾ پنجاب ۽ سنڌ ۾ ريلوي لائين جو ڪم هلي رهيو هو ۽ ڪيترين لائينن تي ريل گاڏيون هلڻ شروع ٿي چڪيون هيون. هن بہ وقت جي نزاڪت کي محسوس ڪندي، ريلوي ۾ ملازمت اختيار ڪئي. شروع ۾ هي فائرمئن مقرر ٿيو ۽ پوءِ انجڻ ڊرائيور ٿيو. اهڙيءَ ريت هو سنڌ ۾ پهتو ۽ ڪجهہ وقت ڪانپوءِ نوڪري ڇڏي ڏنائين ۽ اٽي پيهڻ، چانورن ڇڙڻ، ڪپهہ ڪاٽڻ، برف جي ڪارخانن لڳائڻ، مشينري نصب ڪرڻ، انجڻن جي خرابيءَ کي دور ڪرڻ ۽ ٻين اهڙن ڪمن ۾ وڏي مهارت رکندو هو. اهڙيءَ ريت اتر سنڌ ۾ قائم ڪارخانن جي توسيع ۽ ترقيءَ ۾ سندس فني خدمتن جو وڏو هٿ هو. هن جو بائلر انجنيئرنگ بابت لکيل ڪتاب گهڻي عرصي تائين شاگردن کي ڪورس طور پڙهايو ويندو هو.

سيد سردار علي شاهہ، سکر، نوشهري فيروز، لاڙڪاڻي، ڪراچي ۽ حيدرآباد ۾ ڪيترا ڪارخانا قائم ڪيا. هي ’رئيس اعظم‘ جي لقب سان بہ مشهور هو. نون سالن تائين سکر ميونسپل جو ڪائونسلر رهيو. هن کي ٻہ فرزند سيد محبوب علي شاهہ بخاري ۽ سيد ناصر علي شاهہ بخاري ٿيا.

هن 1939ع ۾ وفات ڪئي، کيس شيخ شينهن بادشاهہ جي قبرستان ۾ دفن ڪيو ويو.

**سيد سردار علي شاهہ ’ذاڪر‘**: مشهور صحافي، ايڊيٽر ۽ ليکڪ سيد سردار علي شاهہ ذاڪر ولد سيد جعفر شاهہ بخاريءَ جو جنم ٻهرين جنوري 1928ع تي ڳوٺ بخارا ٻيرڙي تعلقي گهوٽڪيءَ ۾ ٿيو. هن ابتدائي تعليم ميرپور ماٿيلي مان، مئٽرڪ هاءِ اسڪول نوابشاهہ مان ۽ بي. اي سنڌ مسلم ڪاليج ڪراچيءَ مان حاصل ڪئي. هن شاگرديءَ واري دور کان ئي سياست شروع ڪئي، علامہ عنايت الله



مشرقيءَ جي ’خاڪسار تحريڪ‘ ۾ سرگرم رهيو. مختلف سرگرمين جي ڏس ۾ ڍاڪا، لکنئو، دهلي ۽ بمبئيءَ سميت ننڍي کنڊ جي ڪيترن علائقن جو سفر ڪيائين. ڪجهہ وقت ’سنڌ مسلم ليگ‘ کي متحرڪ ڪرڻ ۾ بہ اهم ڪردار ادا ڪيائين. صحافت جو آغاز 1946ع ۾ ’الوحيد‘ اخبار ۾ سب ايڊيٽر طور ڪيائين. هن 1950ع ۾ ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ سان گڏجي سنڌي لوڪ ادب ۽ سنڌي ڊڪشنري رٽائن ۾ بہ ڪم ڪيو هن ڪجهہ همخيال دوستن سان گڏجي ’عام راءِ‘ نالي رسالو جاري ڪري، سنڌ جي لوڪ ادب کي سهيڙڻ جي ڪوشش ڪئي ۽ لوڪ ادب جي ترقيءَ لاءِ بنيادي قدم کنيا. سردار علي شاهہ 1952ع ۾ ’ڪاروان‘ اخبار جو ايڊيٽر ٿيو ۽ 1957ع ۾ روزاني ’مهراڻ‘ ۾ ايڊيٽر طور

ذميوارين سنڀاليائين ۽ آخري دم تائين ان اخبار سان سلهاڙيل رهيو. صحافت جي ميدان ۾ سندس قلم تيز تلوار وانگر بيخوف ۽ بي ريا هو. هن جا مضمون ۽ ايڊيٽوريل سرڪاري ايوانن ۾ ترٿلو مچائي ڇڏيندا هئا. ڪيس بيباڪ صحافي سمجهي 'سردار صحافت' ۽ 'پاسبان آبروءِ قلم' جهڙا خطاب ڏنا ويا. بيباڪيءَ سبب ڪيترا سال جيل ۾ رهيو. 60 واري ڏهاڪي ۾ جڏهن ترقي پسند ۽ رجعت پسند مڪتبہ فڪر وارن ۾ اختلاف تيز ٿيا، تہ سردار شاهہ 'ذاڪر' ساڃيءَ ڌر وارن جو ٻانهن ٻيلي ٿي بيٺو ۽ روشن خيال ۽ ترقي پسند اديبن جي خلاف سخت مضمون ۽ ايڊيٽوريل لکيائين. جي. ايم. سيد جي ڪتاب 'جيئن ڏٺو آهہ مون' جي خلاف مسلسل مضمون هلايائين. ان لاءِ هن 'مهراڻ' اخبار کي هٿيار طور ڪم آندو. نتيجي طور سمورا ترقي پسند اديب محمد ابراهيم جويو، شيخ اياز ۽ ٻيا سرڪاري عتاب هيٺ آيا. پر ٻئي طرف سيد سردار علي شاهہ 'ذاڪر' کي سنڌي ٻوليءَ سان بي پناهہ عشق هو ۽ 'ٻوليءَ واري تحريڪ' ۾ هن جا ايڊيٽوريل ترقي پسند اديبن جي مؤقف سان مطابقت رکندا هئا.

هو ڪهنہ مشق شاعر هو. هن سمورين عروضي صنفن ۾ ڪلام چيو آهي، پر ڪيس غزل ۽ نظم تي عبور حاصل هو. سندس چار ڪتاب شايع ٿيا، جن ۾: (1) 'رت جا ڦڙا'، (2) 'سنڌي زبان جي حيثيت ۽ ان جو مستقبل'، (3) 'ديار يار ۾ دم دم گذاريم' (حج جو سفرنامو)، (4) 'واردات عشق' (نعتيہ شاعري) شامل آهن. جڏهن تہ 10 ڪتاب قلمي صورت ۾ سندس پونئرن وٽ محفوظ آهن.

سيد سردار علي شاهہ 'ذاڪر' 18 مئي 1988ع تي جناح اسپتال ڪراچيءَ ۾ وفات ڪئي. سيد سردار علي شاهہ ذاڪر جو نندو ڀاءُ امير بخاري پڻ پنهنجي وقت جو ناميارو شاعر ۽ صحافي ٿي گذريو آهي. سيد سردار علي شاهہ 'ذاڪر' جي شاعريءَ جو نمونو هيٺ ڏجي ٿو:

چڙي جي بزم سخن ۾ اسان جو ذڪر،<br>
زبان جا زلف سنواري اسان کي ياد ڪجو!

ڏسو جو راهہ ۾ ويندي اسان جو نقش قدم،<br>
ڪو همسفرئي سنڀاري اسان کي ياد ڪجو!

گذر جي گور غريبان وٽان ٿئي اي دوست،<br>
دعا جا لفظ اچاري اسان کي ياد ڪجو!

**سيد سلطان شاهہ جي مزار:** هي مزار مياں جا قبا لڳ دولتپور، ضلعي بينظيرآباد ۾ آهي، جيڪا ميان نور محمد جي قبرستان جي چوڏاري نڪتل ڪوٽ جي اولهہ ۾ آهي. سيد سلطان شاهہ هڪ وڏو جيد عالم، بزرگ، حال ۽ قال جو صاحب هو. سندس مزار نندڙين ڪچين سرن جي ٺهيل آهي، مٿيئن پاسي ڪاشيءَ جي سرجو هي ڪتبو لڳل آهي:

هو الباقي وصال مرحوم مغفور جنت نشين،<br>
سيد ميان سلطان شاهہ عليہ رحمت والغفران 700 هہ.

سيد سلطان شاهہ اصل اُچ شريف جو ويٺل هو ۽ ترخانن جي دؤر ۾ سنڌ ۾ اچي رهيو. سيد سلطان شاهہ پنهنجي دؤر جو وڏو ولي ڪامل، درويش ۽ سالڪ مجذوب ٿي گذريو آهي. قاضي ميان قطب الدين خانواهڻ وارو، قاضي ميان الهہ بخش جي احوال ۾ هن بزرگ جو ذڪر ڪندي لکي ٿو تہ، سيد سلطان شاهہ اُچي بزرگن مان هو وڏو حال ۽ قال جو بزرگ ۽ صاحب ڪرامت شخص هو سالڪ مجذوب هو. ميان الهبخش جو جدامجد قاضي ميان محمد فريد، وفات ڪانپوءِ سندس ئي خانقاهہ ۾ دفن ٿيو. روايت آهي تہ ميان نور محمد ڪلهوڙي هن سيد سڳوري کان سلوڪ جي راهہ جون منزلون طئي ڪيون هيون. سيد سلطان شاهہ جي فيض ۽ اثر جي ڪري ميان صاحب پنهنجي آخري آرام گاهہ پڻ سندس ئي پاڙي ۾ ڪرڻ گهري ۽ شاهہ صاحب جي پرسان پنهنجي اولاد، اميرن، وزيرن ۽ سردارن سان گڏ ابدي آرامي آهي. سيد سلطان شاهہ جي ٽن طبقن واري مزار تلهي تي ٺهيل آهي، جنهن تي ڪتبو لڳل آهي.

**سيد سلطان علي شاهہ بخاري جو ميلو:** سيد سلطان علي شاهہ بخاريءَ جو ساليانو ميلو 27، 28 ۽ 29 صفر تي شاهپور چاڪر لڳ حمير چارڪي، ضلعي سانگهڙ ۾ ڏام ذوم سان ملهايو ويندو آهي، جنهن ۾ اُٺن، گهوڙن ۽ ڏاندن جي ريس، ڪٻڏي جو مقابلو، ملهہ جو مقابلو سنا دڪان سينگاريندڙ ۾ انعامي مقابلو، سرڪس، موت جو کوهہ، ٻارن لاءِ جهولا، رڇ ۽ ڪتي جي ويڙهہ ۽ راڳ رنگ جي محفل ٿيندي آهي، جنهن ۾ ٽي.وي ۽ ريڊيو جا مشهور فنڪار پنهنجي فن جو مظاهرو ڪندا آهن. هن ميلي ۾ سنڌ جي ڪنڊ ڪڙڇ مان مريد ۽ عقيدتمند ايندا آهن، جنهن جي لاءِ لنگر جو پڻ انتظام هوندو آهي.

**سيد سليمان شاهہ (راڳي):** سنڌ جو مشهور راڳي، سيد سليمان شاهہ، 1933ع ڌاري عبدالله شاهہ بخاريءَ جي گهر ۾، ڳوٺ ٽڙ خواجہ، تعلقي جاتي، ضلعي ٺٽي ۾ پيدا ٿيو.




چيو وڃي ٿو تہ سندس والد ايران کان لڏي اچي، ٺٽي ضلعي ۾، ٽڙ خواجہ ۾ اچي رهيو هو. جتان پوءِ لڏي ميرپور بٺوري آيو. سيد سليمان شاهہ بہ ننڍپڻ ۾ پيءُ سان گڏ ميرپور بٺوري اچي رهيو اُتي مڊل تائين تعليم حاصل ڪيائين. اتي هن استاد بچو شيخ کان ڳائڻ ۽ نچڻ جي سکيا ورتي ۽ سڄيءَ سنڌ ۾ ساڱس ميلن ملاکڙن ۾ ويندو هو جڏهن هندستان جو ناليوارو ڪٿڪ ڊانسر، اي. جي. پروانہ (A. J. Parwana) ممبئيءَ مان اچي، ٻهرين سنڌي فلم 'ايڪتا' جي هيرو رئيس ڪريم بخش نظامائيءَ جي ڳوٺ، ماتليءَ، ضلعي بدين ۾ رهيو تہ سليمان شاهہ نہ رڳو ڪانئس ڪٿڪ ناچ (Kathak Dance) جي تربيت ورتي، پر ساڻس 'لکي اسٽار ٿيئٽر ڪمپنيءَ' جي قيام ۾ بہ حصو ورتو، جنهن جو ڊائريڪٽر اي. بي. پروانو ٿيو ۽ سليمان شاهہ سڄيءَ سنڌ ۾ ٿيندڙ ٿيئٽرن

۾ سائٽس گڏ هوندو هو. هن پرواني کان ڪٿڪ ڊانس سان گڏ اداڪاريءَ جي تربيت ورتي ۽ هن ڪمپنيءَ جي اڪثر ڊرامن ۾ هيرو جو ڪردار ادا ڪندو هو. جيئن جيئن سليمان شاهه جي ڳائڻ ۾ مقبوليت وڌي ته هن اداڪاري ڇڏي ڏني. پوءِ سيد سليمان شاهه ابتدا ۾ ڀڳتن سان گڏ پنهنجو ٽولو ٺاهي، سنڌ جي ميلن ملاکڙن ۾ نچندو رهيو. هن ڪافي عرصو سنياسين ۽ ڀڳتن سان رهي کانئن ڀڳتي ڳائڻ جو انداز سکيو.

سيد سليمان شاهه موسيقار بلاول بيلجيم، فيروزالدين ۽ ايس. گل جي موسيقيءَ ۾ ڳايو ۽ ڪي گر غلام حيدر موسيقار کان به سکيائين. رئيس ڪريم بخش نظاماڻي ۽ شاعر جمن هالي کيس اڳتي اچڻ ۾ وڏي مدد ڪئي. سليمان شاهه کي مقبوليت جي آسمان تي 'ول ول قتل ڪرينداʼ بلا شاهه جي ڪلام پهچايو. هن ڪلام سندس شهرت سڄي پاڪستان تائين پهچائي ڇڏي. 1970ع ۾ ٽي. وي تي عبدالڪريم بلوچ کيس متعارف ڪرايو. جڏهن ته ريڊيو تي کيس خواجه امداد عليءَ متعارف ڪرايو جيڪو سندس ڳوٺائي ۽ ترخواجه جو رهاڪو هو. سيد سليمان شاهه کي فلمن ۾ ڊائريڪٽر حسن شيخ ۽ مشتاق چنگيزي وٺي آيو. شيخ حسن، ورهاڱي کانپوءِ 'عمر ماروئي' پهرين سنڌي فلم ٺاهي ۽ ان کانپوءِ 'شهرو فيروز' فلم ٺاهي، جنهن ۾ سيد سليمان شاهه اداڪاري ڪئي ۽ ڳايو. ان کانسواءِ هن 'چانڊوڪي' ۽ 'نوري ڄام تماچي' ۾ اداڪاري به ڪئي. اردو فلم 'جهڪ گيا آسمان' ۽ سنڌي فلم 'پرديسي ۽ پيار' جا گانا به ڳاتائين. هن ڪيترن ٻاهرين ملڪن جا دورا ڪري اتي پنهنجي فن جو مظاهرو ڪيو. سندس شاگردن ۾ امير بخش ميراڻي، مولا بخش مگٺهار ۽ رمضان علي عرف ڪارو شيخ شامل آهن. ڪاري شيخ کي هن پٽ ڪري پاليو هو، جيڪو 1966ع ڌاري شاهه صاحب وٽ آيو هو.

سيد سليمان شاهه جو انداز نرالو هو. پيرن ۾ گهنگهرو ٻڌي ڀڳت وجهڻ واري انداز ۾ نچندي ڪلام پيش ڪندو هو. جيڪو پوءِ سندس منفرد انداز ۽ سڃاڻپ بڻجي ويو. هن ماسٽر چندر جا مشهور ڪلام پڻ ڳايا، جن کيس گهڻي مشهوري ڏني. شاهه صاحب نهايت رحمدل هو. جانورن سان به ڏاڍو پيار ڪندو هو. روز صبح جو ڪتن ۽ ٻلين کي ماني ۽ پکين کي داڻو ڏيندو هو. سليمان شاهه 1965ع ڌاري ڪراچيءَ ۾ رهڻ لڳو پر زندگيءَ پر ميرپور بٺوري کي نه وساريائين. جتي سندس زمينون هيون. شاهه بيگ لين ڪراچيءَ ۾ هڪ 'ميوزيڪل ڪلب' قائم ڪيائين، جتي پنهنجي دور جا وڏا وڏا فنڪار ايندا هئا ۽ نوان ڳائڻا سکندا هئا. سيد سليمان شاهه جي پسند جا فنڪار- ماسٽر محمد ابراهيم، محمد جمن، مهدي حسن، نور جهان، محمد رفيع ۽ لتا منگيشڪر هئا. کيس کوهياري ۽ راڻو راڳ، ڏاڍا پسند هئا. شاهه صاحب فلمي ڪلامن جي ڌنن تي شاعري به ڪندو هو. هن سنڌي، سرائڪي، بلوچي، اردو، گجراتي ۽ پنجابي زبانن ۾ ڳايو.

سليمان شاهه جي وفات جي به عجيب ڪهاڻي آهي. 1996ع ۾، پاڪستان ٽيليويزن، صوبائي ٻولين جي واڌاري لاءِ مختلف بوسٽر اسٽيشنون قائم ڪيون. سنڌ ۾ ٽنڊو الهيار ۽ شاهه مريد بوسٽر قائم ڪيا ويا. شاهه مريد بوسٽر جو افتتاح ان وقت جي وزيراعظم محترمه بينظير ڀٽو ڪيو. افتتاحي تقريب لاءِ راڳ رنگ جي رڪارڊنگ اڳ ۾ ٿي، جنهن ۾ سليمان شاهه به رڪارڊنگ ڪرائي، هو 18 آگسٽ تي گهر واپس آيو ۽ رات جو پنهنجو پروگرام ٽي. وي تي ڏسي رهيو هو ته اوچتو کيس دل جو دورو پيو. کيس ترت اسپتال لاءِ کنيو ويو پر رستي تي دم ڏنائين.

**سيد سليمان ندوي**: سيد سليمان ندوي ڀارت جي صوبي بهار جي ضلعي پٽنا ۾ 1885ع ۾ ڄائو. سندس والد جو نالو حڪيم سيد هو. ابتدائي تعليم پنهنجي وڏي ڀاءُ وٽ ۽ وڌيڪ تعليم ڦلواري شريف ۽ مدرسه امداديه مان حاصل ڪيائين.



عربيءَ تي عبور حاصل ڪرڻ لاءِ 1901ع ۾ لکنوءَ جي دارالعلوم ندوه ۾ ستن سالن تائين پڙهيو جتي سندس ملاقات مشهور عالمن علامه فاروق، سيد محمد علي، علامه حفيظ الله ۽ علامه شبلي نعمانيءَ سان ٿي، جيڪي سندس ذهانت ۽ غير معمولي صلاحيتن کان تمام گهڻو متاثر ٿيا.

1908ع ۾ ساڳي ئي مدرسي ۾ ليڪچرار مقرر ٿيو ۽ پنهنجي استاد علامه شبلي نعمانيءَ سان 'سيرت النبي صلي الله عليه وسلم' جي تصنيف ۾ مدد ڪرائيندو رهيو. 'سيرت النبي' صلي الله عليه وسلم جو ڇهن جلدن تي مشتمل وڏو حصو استاد جي وفات کانپوءِ سندس محنت سان مڪمل ٿيو. ان وقت بين الاقوامي طور سياسي حالتون تبديل ٿي چڪيون هيون. يورپي طاقتون ترڪيءَ جي شهنشاهيت کي ختم ڪرڻ لاءِ سازشون ڪري رهيون هيون. هن مولانا شبلي نعمانيءَ جي شاگرد، مولانا ابوالڪلام 'آزاد' سان گڏجي مسلمانن جي سجاڳيءَ لاءِ 'الهلال' رسالي ۾ ڪم ڪيو. 1912ع ۾ پونا ڪاليج ۾ فارسيءَ جو اسسٽنٽ پروفيسر مقرر ٿيو، پر اتي به ٿورو عرصو رهڻ کانپوءِ اعظم ڳڙهه ۾ مطالعي ۽ تحقيق جو ڪم شروع ڪيائين. ننڍي کنڊ جي وڏي تاريخ نويس، عالم ۽ سوانح حيات لکندڙ سيد سليمان ندويءَ، سموري حياتي ملڪ ۽ اسلام لاءِ وقف ڪري ڇڏي. 1920ع ۾ مولانا محمد عليءَ جي اڳواڻيءَ ۾ ترڪي خلافت جي حمايت لاءِ لنڊن ويل وفد ۾ شامل ٿيو. صحافت جي ميدان ۾ مشهور رسالي 'ندوه' جي سب ايڊيٽر، 'الهلال' جي اسسٽنٽ ايڊيٽر 'معارف' رسالي جي باني ايڊيٽر طور خدمتون سرانجام ڏنائين. سندس وڏو ڪارنامو ادبي ۽ تاريخي ميدان ۾ ڪوجنا لاءِ اعظم ڳڙهه ۾ قائم ڪيل 'دار المصنفين' يعني ليکڪن جو گهر هو. جنهن جو بيو نالو شبلي اڪيڊمي هو. سندس لکيل مشهور ڪتابن ۾ 'سيرت النبي'، 'درس الاداب'، 'ارض القرآن'، 'سيرت عائشه'، 'عربون کي جهاز راني'، 'خيام'، 'خطبات مدراس'، 'نقش سليمان' ۽ 'حيات شبلي' آهن. 1950ع ۾ پاڪستان هجرت ڪري آيو. جتي اسلامي تعليماتي بورڊ جو صدر مقرر ٿيو. مسلم يونيورسٽي علي ڳڙهه طرفان کيس 1916ع ۾ ادب ۾ پي. ايڇ. ڊي جي سند ڏني وئي.

1953ع ۾ وفات ڪيائين. سندس اولاد مان سندس پٽ سيد سلمان ندوي حيدرآباد ۾ رهيو ۽ سندس شادي سنڌي ميمڻ خاندان مان پروفيسر خورشيد ميمڻ سان ٿي. سلمان ندوي هن وقت سائوٿ آفريقا ۾ رهي ٿو.

**سيد شاهه محمد شاهه**: تعليمي ماهر، اديب ۽ شاعر سيد شاهه محمد ولد ارباب علي شاهه 15 ڊسمبر 1917ع تي ڳوٺ هنگوري، تعلقي پني عاقل ۾ جنم ورتو. سندس ڏاڏو محب شاهه وقت جو وڏو ڪامل ولي هو. سندس والد به عربي ۽ فارسيءَ ۾ شعر گوئي ڪندو هو. حافظ شيرازيءَ جي شاعري کيس اڪثر ياد هئي. سيد شاهه محمد شاهه پرائمري تعليم ڳوٺ مان وٺي، ثانوي تعليم سکر مان حاصل ڪئي. علي ڳڙهه



يونيورسٽيءَ مان بي. اي ۽ سنڌ يونيورسٽيءَ مان بي.ٽي جي سند امتيازي نمبرن سان حاصل ڪيائين. جنهن بعد ايم.اي فرسٽ پوزيشن سان پاس ڪري تعليم کاتي ۾ استاد مقرر ٿيو ۽ شڪارپور ۽ سکر ضلعي ۾ هيڊماستر طور خدمتون سرانجام ڏنيون. هو سماجي ۽ سياسي ڪارڪن به هو. خاڪسار تحريڪ ۾ به سندس نمايان خدمتون رهيون. سندس خانداني لڳ لاڳاپا جي. ايم. سيد وارن سان به رهيا. هن لائبريري به قائم ڪئي، جنهن ۾ ڪيترائي ناياب قلمي نسخا ۽ قرآن پاڪ موجود آهن. گهوٽڪيءَ ۾ ملازمت دوران ذاتي ڪوشش وٺي اتي انٽرميڊيئيٽ ڪاليج قائم ڪرايائين، جنهن جو پهريون پرنسپال پاڻ ٿيو. شاهه صاحب اسڪول انسپيڪٽر ۽ ڊسٽرڪٽ ايجوڪيشن آفيسر به ٿي رهيو. آگسٽ 1961 کان آڪٽوبر 1962ع تائين سنڌي ادبي بورڊ جو سيڪريٽري به مقرر رهيو. ڪيترو عرصي سنڌ يونيورسٽيءَ جي سينيٽ جو ميمبر ۽ حيدرآباد تعليمي بورڊ جو اڪيڊمڪ رڪن رهيو.

سيد شاهه محمد شاهه اعلىٰ پايي جو شاعر، اديب ۽ نقاد هو. غزل، نظم، مثنوي ۽ قطعات تي خاص غلبو حاصل هئس. شاعريءَ ۾ 'شاد' تخلص ڪم آڻيندو هو. سندس اولاد مان سيد نور احمد شاهه، سنڌ حڪومت ۾ سيڪريٽري ٿي رهيو ۽ ٻيو فرزند احمد علي شاهه ڊاڪٽر آهي.

**سيد شبير احمد شاهه**: ضلعي نوابشاهه جي ناليواري سياستدان سيد شبير احمد شاهه جو تعلق ڳوٺ محرابپور، تعلقي سڪرنڊ سان هو. سندس والد سيد حاجي حسن بخش شاهه ورهاڱي کان اڳ ننڍي کنڊ جي سياست جو اهم ڪردار رهيو هو. سيد شبير احمد شاهه پرائمري تعليم محرابپور مان حاصل ڪئي، مئٽرڪ ايچ. ايم. خواجا هاءِ اسڪول نوابشاهه مان ڪيائين. وڌيڪ تعليم ڪراچيءَ مان ورتائين. جوانيءَ ۾ شڪار ۽ راندين جو شوقين هوندو هو. اڳتي هلي والد جي رهنمائيءَ ۾ سياست ۾ پير پاتائين. هن سياست جو آغاز 66-1965ع ڌاري ڪيو. ايوب خان جي دور ۾ پهرين بي. ڊي جي چونڊ ۾ حصو ورتائين ۽ بعد ۾ 1970ع واري اليڪشن ۾ قومي اسيمبليءَ جي سيٽ لاءِ اميدوار بيٺو. هن اليڪشن ۾ کيس سوڀ حاصل ٿي، جنهن کانپوءِ 1997ع تائين چار ڀيرا قومي اسيمبليءَ جو ميمبر چونڊيو. هن پنهنجي سياسي دور ۾ نوابشاهه ضلعي جي ترقيءَ لاءِ اهم ڪردار ادا ڪيو. ضلعي ۾ اسڪولن ۽ اسپتالن ٺهرائڻ، روڊن، بجلي ۽ پاڻيءَ جي سهولت مهيا ڪرائڻ سندس اهم ڪم ڄاتا وڃن ٿا. هو هڪ ماهر زميندار به هو. جنهن کي زمين سنوارڻ ۽ بهتر پيداوار حاصل ڪرڻ جو چڱو تجربو هو. ڪمند جي فصل جي پوکي ۽ ان جي فائدي بابت مختلف ضلعن ۾ ذاتي خرچ تي ڪيترا ڀيرا 'شگر ڪين ڪانفرنسون' ڪرايائين. زرعي ماهر گهرائي زميندارن کي فصل ۽ ان جي پوکيءَ بابت ڄاڻ ڏياريندو هو. سندس ڪوشش سان الحاج علي نواز انڙ خان پنهنجي مشهور ناز باغ ۾ ڪمند متعلق ڪانفرنس گهرائي، جتي زرعي ماهرن پاران آبادگارن کي ڪمند متعلق ضروري ڄاڻ ڏني. کيس سير سفر جو گهڻو شوق هوندو هو. ان ڪري دنيا جي ڪيترن ملڪن جا سير ڪيائين. هن ٽي شاديون ڪيون، جن مان کيس ٽن پٽن ۽ هڪ نياڻيءَ جو اولاد ٿيو. سندس پٽ ضلعي نوابشاهه جي سياست ۾ اهم حيثيت رکن ٿا.

**سيد شبير علي شاهه 'هاتف'**: نامور شاعر سيد شبير علي شاهه هاتف ولد سيد الهه بخش شاهه، 4 اپريل 1940ع تي ٽکڙ، ضلعي ٽنڊي محمد خان ۾ ڄائو. ابتدائي تعليم ڳوٺ مان حاصل ڪرڻ بعد انٽر ٽنڊي محمد خان مان ڪيائين. 1963ع ڌاري سنڌ يونيورسٽيءَ جي جيالاجي شعبي مان بي. ايس (آنرز) ڪيائين. ان بعد لنڊن مان 1970ع ۾ ايم. ايس. سي ڪرڻ کانپوءِ واپس ڏيهه وريو.



هن عملي زندگيءَ جي شروعات 1963ع کان 1973ع تائين سنڌ ۽ پنجاب ۾ جيالاجسٽ طور ڪئي. 1973ع ڌاري سنڌ يونيورسٽيءَ ۾ جيالاجي شعبي ۾ اسسٽنٽ پروفيسر مقرر ٿيو. ستت ئي نيشنل بڪ فائونڊيشن اسلام آباد جو ڊائريڪٽر مقرر ٿيو. 1973ع کان 1976ع تائين پاڪستان فارين سروس طرفان آسٽريليا ۾ سيڪنڊ سيڪريٽري، 78-1976ع ۾ چيف سائنٽيفڪ آفيسر، 1979ع کان 1980ع تائين هنٽنگ ٽيڪنيڪل سروس لنڊن پاران عمان، لنڊن، يمن ۽ سعودي عرب ۾ هائڊرو جيالاجسٽ، 1980ع کان 1987ع تائين ملڪ عبدالعزيز يونيورسٽي جدي ۾ هائڊروجيالاجسٽ رهيو. 88-1987ع ۾ مهراڻ يونيورسٽيءَ ۾ هائيڊرو جيالاجسٽ طور ملازمت ڪيائين. شبير هاتف 89-1988ع تائين الرياض ڊولپمينٽ اٿارٽي، رياض سعودي عرب ۾ سينيئر هائيڊروجيالاجسٽ ۽ ڪويت ۾ انسٽيٽيوٽ آف سائنٽيفڪ ريسرچ ۾ ريسرچ اسپيشلسٽ به ٿي رهيو آهي.

شبير هاتف سنڌ جو پهرين صف جو شاعر آهي. مخدوم طالب المولىٰ سان خاص نيازمندي رهي اٿس. 'نيٽن ۾ ڏياريون' سندس شعري مجموعو سنڌي ادبي بورڊ ڇاپيو آهي، جڏهن به سنڌ ۾ ايندو آهي ته ٽکڙ ۽ حيدرآباد ۾ مشاعرا ڪوٺائيندو آهي.

**سيد شفقت حسين موسوي:** سيد شفقت حسين موسوي ولد سيد عطا حسين موسوي 25 ڊسمبر 1924ع تي سنڌ جي قديم شهر روهڙي ۾ ڄائو. هن ابتدائي تعليم روهڙي مان حاصل ڪئي. ان کان پوءِ 1946ع ۾ چيلاسنگهه ائنڊ سيتلداس ڪاليج شڪارپور مان بي. اي جي ڊگري حاصل ڪيائين. جنهن ڪانپوءِ 1943ع ۾ ايل. ايل. بي جو امتحان پاس ڪري قانون جي سند حاصل ڪيائين. قانون جي سند حاصل ڪرڻ کان پوءِ باقاعدي وڪالت جو پيشو اختيار ڪيائين ۽ پنهنجي وقت جو ناميارو قانوندان ثابت ٿيو.

شاهه صاحب 1953ع ۾ ملڪ جي سياست ۾ حصو وٺڻ شروع ڪيو ۽ انهيءَ سال روهڙيءَ جي تڪ تان بنا مقابلي سنڌ صوبائي اسيمبليءَ جو ميمبر مقرر ٿيو. صوبائي اسيمبليءَ جي ميمبرشپ دوران پاڻ پنهنجي ذهانت ۽ قابليت جي ڪري ان وقت سنڌ جي وزيراعليٰ عبدالستار پيرزادي جو پارليامينٽري سيڪريٽري مقرر ٿيو. ان کان پوءِ شاهه صاحب 1956ع ۾ پاڪستان جي قانون ساز اسيمبليءَ جو ميمبر مقرر ٿيو. سيد شفقت حسين موسوي نه صرف قانون ۽ سياست جي ميدان ۾ پاڻ موڪيو پر ان سان گڏ تعليمي ميدان ۾ پڻ وڏا ڪارناما سرانجام ڏنائين. پاڻ سنڌ يونيورسٽيءَ جي سينيٽ جو به پيرا ميمبر چونڊيو. سکر جي اسلاميه ڪاليج ۽ اورينٽئل ڪاليج جي بورڊ جو ميمبر ٿي رهيو ۽ انهيءَ دوران ٻنهي ڪاليجن جي ترقيءَ، فلاح ۽ بهبود لاءِ تمام گهڻو پاڻ پتوڙيائين. ان کان سواءِ سکر جي ريڊ ڪراس، فيملي پلاننگ ڪميشن، مهراڻ ڪلچر ايسوسيئشن ۽ روهڙيءَ جي آر. ڊي چنديرام ويم گهر جي مئنيجنگ ڪاميٽيءَ جو ميمبر ٿي رهيو.

شاهه صاحب راندين ۽ ٻين سماجي ڪمن ۾ به حصو ورتو ۽ انهن ڪاميٽين جو پاڻ ڪڏهن صدر ته ڪڏهن سيڪريٽري ٿي رهيو. هن سياسي، سماجي ۽ تعليمي سرگرمين سان گڏ، علم ادب جي طرف به توجهه ڏنو. ڪيترائي علمي ۽ ادبي مضمون لکيائين، جيڪي وقت بوقت ان دور جي ادبي رسالن ۽ مخزنن ۾ شايع ٿيندا رهندا هئا.

سيد شفقت حسين شاهه، 18 جمادي الاول 1378هه بمطابق 30 نومبر 1958ع تي وفات ڪئي.

**سيد شفيق حيدر موسوي:** ناميارو انجنيئر ۽ مختلف ادارن ۽ تنظيمن جو باني ڪار سيد شفيق حيدر موسوي، روهڙيءَ جي مشهور موسوي سادات گهراڻي سان تعلق رکي ٿو سندس جنم مئي 1951ع ۾ حيدرآباد ۾ ٿيو هن مئٽرڪ ماڊل اسڪول سنڌ يونيورسٽي حيدرآباد مان 1966ع ۾ ڪئي ۽ سول انجنيئرنگ ۾ بيچلر ڊگري سنڌ يونيورسٽيءَ مان حاصل ڪئي، جنهن بعد ماسٽرس آسٽريليا



جي يونيورسٽي آف سائوٿ ويلز مان ڪيائين. آسٽريليا ۾ رهڻ دوران هن مئنيجمينٽ، ڪمپيوٽر ۽ هيلٿ اينڊ سيفٽي جا مختلف ڪورس پڻ ڪيا، جڏهن ته پشاور مان لوڪل گورنمينٽ جي مضمونن تي پڻ ڪورس ڪيو.

سيد شفيق حيدر عملي زندگيءَ ۾ هڪ قابل انجنيئر ۽ بهترين منتظم طور پاڻ مڃايو آهي. پنهنجي ڪيريئر دوران هن 340 ڪلوميٽر روڊن، ڪيترن سرڪاري ڪاليجن ۽ صحت مرڪزن، پلين ۽ اسپتالن جي تعمير ڪرائي، جڏهن ته آسٽريليا ۾ هڪ اسپتال، 24 ٽائون هائوسنگ اسڪيمون ۽ اتان جي ٽئين وڏي درياهه مٿان 11 پُليون پڻ مڪمل ڪرايون. اتي هن چارلس- اسٽرٽ، هاءِ وي جي بحاليءَ جو ڪم به سرانجام ڏنو. سيد شفيق حيدر، سنڌ جي ورڪس ۽ سروسز کاتي ۾ چيف انجنيئر ۽ ڊائريڪٽر جنرل طور به خدمتون سرانجام ڏنيون. هڪ تعميراتي رٿا جي وقت کان اڳ تڪميل ۽ لاڳت جي 11 سيڪڙو بچت ڪرڻ تي کيس وزيراعليٰ سنڌ طرفان گولڊ ميڊل پڻ مليو.

شفيق حيدر موسوي شاگرديءَ واري زماني ۾، نصابي توڙي غير نصابي سرگرمين ۽ راندين ۾ ڀرپور حصو ورتو ۽ 28 مختلف ٽرافيون، ڪپ، تعريفي شيلڊون ۽ سرٽيفڪيٽ حاصل ڪيا.

1996ع ۾ هن مهراڻ انجنيئرنگ يونيورسٽي اليومناءِ ائسوسيئيشن جو بنياد وڌو، جنهن جو هي باني صدر پڻ چونڊيو ويو. هي سنڌ ڊيموڪريٽڪ فورم ۽ سنڌ سول سوسائٽي ڪراچيءَ جو باني ڪار به آهي.

سيد شفيق حيدر موسويءَ حيدرآباد ۽ ڪراچيءَ ۾ يونيورسٽي سطح جي هڪ اداري 'انسٽيٽيوٽ آف ماڊرن سائنسز اينڊ آرٽس' (امسا) جو قيام عمل ۾ آندو آهي. گذريل 14 سالن ۾ امسا جا 4 ڪئمپس ٻنهي شهرن ۾ قائم ڪيا ويا آهن. جن جو الحاق سنڌ يونيورسٽيءَ سان آهي. هن اداري ۾ بزرنس ائڊمنسٽريشن، ڪمپيوٽر ٽيڪنالاجي، مئنيجمينٽ سميت انگريزي سکيا جا مختلف ڪورس ۽ ڊگري پروگرام پڻ شامل آهن. هن سنڌ ۾ ٽيڪنيڪي تعليم جي فروغ لاءِ هڪ ٽرسٽ به قائم ڪيو آهي.

**سيد شوڪت علي شاهه عرف بابو شاهه:** نامور سياستدان سيد شوڪت حسين شاهه عرف بابو شاهه ولد سيد شير علي شاهه، 4 فيبروري 1953ع تي ڳوٺ ٽيماٽي، تعلقي سجاول، ضلعي ٺٽي ۾ پيدا ٿيو هن 1970ع ۾ گورنمينٽ هاءِ اسڪول ميرپوربٺوري مان مئٽرڪ پاس ڪئي، بعد ۾ هن پاڪستان پيپلز پارٽيءَ ۾ شموليت اختيار ڪئي. پارٽيءَ جي محنتي ورڪر هئڻ ڪري کيس عزت جي نگاهه سان ڏٺو ويندو هو.

1983ع ۾ جڏهن ايم. آر. ڊي تحريڪ شروع ٿي ته شاهه صاحب انهيءَ ۾ اڳواڻ طور سامهون آيو ۽ تحريڪ کي وڌ ۾ وڌ منظم ڪيائين. هن سجاول شهر ۾ هڪ وڏي جلوس جي اڳواڻي ڪري گرفتاري پيش ڪئي. هن تحريڪ ۾ حصي وٺڻ تي کيس هڪ سال قيد ۽ هڪ روپيا

ڏنڊ جي سزا پڻ ٻڌائي وئي. جيڪا هو ڀوڳي آيو. ان قربانيءَ سندس سياسي قد ڪاٺ ۾ اضافو ڪيو. 1986ع ۾ ڪيس ٻيهر گرفتار ڪيو ويو. پر هو پنهنجن اصولن تي قائم رهيو.

مارشل لا جي طويل عرصي ڪانپوءِ 1988ع وارين چونڊن ۾ هُو صوبائي اسيمبليءَ جو ميمبر چونڊيو ويو. سجاول وارن کي اها شڪايت رهي ته شاهه صاحب کي پارٽيءَ لاءِ ڏنل قربانين جو ڪو صلو نه مليو. 1990ع واري اليڪشن ۾ هُو ٻيهر صوبائي اسيمبليءَ جو ميمبر چونڊجي آيو. ان وقت جي وزيراعلىٰ ڄام صادق عليءَ ڪيس پنهنجي گروپ ۾ شامل ٿيڻ لاءِ زور رکيو. پر هو انهن ئي ڏينهن ۾، 08 نومبر 1990ع تي دل جي دورو پوڻ ڪري وفات ڪري ويو.

**سيد شير شاهه بخاري:** نامياري تعليمدان ۽ محقق سيد شير شاهه بخاريءَ، 14 جنوري 1940ع تي ڳوٺ امين لاڪي، تعلقي هالا (هاڻي تعلقي نيو سعيدآباد) ۾ جنم ورتو. ڇهين درجي تائين تعليم پنهنجي ڳوٺ جي اسڪول ۾ سيد لعل شاهه ۽ محمد عارف واڍي کان حاصل ڪئي.



1953ع ڌاري فائنل جو امتحان سيد محمد صالح شاهه وٽان ڏيپرن مان پاس ڪري، پوءِ انگريزي تعليم حاصل ڪيائين. اهڙيءَ طرح مئٽرڪ ۽ انٽر هالا مان ڪيائين. بي. اي سچل سرمست ڪاليج حيدرآباد مان ڪرڻ بعد، ايم. اي (سنڌي ادب)، بي. ايڊ ۽ ايم. ايڊ جون ڊگريون سنڌيونيورسٽيءَ مان حاصل ڪيون.

سيد شير شاهه عملي زندگيءَ جو آغاز 1961ع ۾، سڪرنڊ ۾ پرائمري استاد طور ڪيو. ٽريننگ ڪاليج فار مين مان S.V پاس ڪري، مٺياڻي ٽريننگ ڪاليج ۾ استاد مقرر ٿيو. جنهن بعد سڪرنڊ ٽريننگ ڪاليج بدلي ٿي آيو. 1969ع ۾ ٽريننگ ڪاليج فارمين حيدرآباد ۾ بدلي ٿي آيو. جتي ترقي ماڻي ڊپٽي ڊائريڪٽر ڊويزنل ايجوڪيشن ٽيڪنالوجي ريسورس سينٽر لطيف آباد ٿيو. انهيءَ عهدي تي بدين، ميرپورخاص، سانگهڙ ۽ دادو مرڪزن جو نگران به رهيو. هن استادن جي تربيتي نصاب پي. ٽي. سي. ٽي ۽ ٽي سال ايجوڪيشنل ڊپلوما جي نصابي ڪتابن جا ترجما ڪيا آهن. سندس سنڌي ٻوليءَ جي سکيا بابت لکيل ڪتاب 'مادري ٻوليءَ جي سکيا' لاءِ نهايت ڪارائتو ڪتاب آهي. جيڪو پرائمري ۽ ثانوي استادن وٽ ڪافي مقبول آهي. سيد شير شاهه سنڌي مادري زبان درسي ڪتابن جي ليکڪ طور سنڌ ٽيڪسٽ بوڪ بورڊ جي پئنل تي مقرر آهي. ان کان سواءِ هن استادن جو رهبر (Teaching Guide) پڻ لکيو آهي.

سيد شير شاهه مادري زبان جي نصابي ڪاميٽي ۽ درسي ڪتابن جي جائزي ڪاميٽيءَ تي ميمبر طور وڏي عرصي کان ڪم ڪندو رهيو آهي. پروفيسر سيد شير شاهه 1996ع کان وٺي 2000ع ۾ رٽائرمينٽ تائين، ٽريننگ ڪاليج فارمين حيدرآباد جو پرنسپال ٿي رهيو ۽ احسن نموني سان خدمتون سرانجام ڏنائين.

پروفيسر سيد شير شاهه سنڌي ٻوليءَ جو ماهر ۽ سٺو نثرنويس به آهي. سنڌي لئنگئيج اٿارٽيءَ جي 'سنڌي سکيا واري پروگرام' ۾ استاد طور ڪم ڪري چڪو آهي. مطالعي جو وڏو ذوق رکي ٿو هن وقت سنڌي ٻوليءَ اٿارٽيءَ جي 'سنڌي لغت بورڊ' جي انچارج جي حيثيت ۾ مصروف عمل آهي.

**سيد صابن شاهه، ڊاڪٽر:** نامور اسڪالر سيد صابن شاهه ولد سيد بخشل شاهه، 14 مئي 1958ع تي محبت ديري جتوئي، ضلعي نوشهري فيروز ۾ 14 مئي 1958ع ۾ جنم ورتو. بي. ايس. سي آنرز ۽ ايم. ايس. سي زرعي ڪاليج ٽنڊي ڄام مان ڪري 1981ع ۾ ساڳئي ڪاليج ۾ ليڪچرر مقرر ٿيو. جنهن ڪانپوءِ آمريڪا ويو. جتي او وا اسٽيٽ يونيورسٽيءَ مان پوسٽ ڊاڪٽوريٽ ۽ يونيورسٽي آف مينيسوٽا آمريڪا مان ٻي پوسٽ ڊاڪٽريٽ ڪيائين. سيد صابن شاهه هن وقت سنڌ زرعي يونيورسٽي ٽنڊي ڄام ۾ ايسوسيئيٽ پروفيسر آهي.

**سيد صاحبڏنو شاهه بلڙيءَ وارو:** ڪافيءَ جي مشهور شاعر سيد صاحبڏني شاهه بابت تمام گهٽ معلومات ملي ٿي. مخدوم طالب المولىٰ جي ڪتاب 'ياد رفتگان' (ص:44)، ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ جي ترتيب ڏنل 'ڪليات سانگي' جي حاشيي (ص: 32-131 ۽ 407) ۽ ليکڪا، مصور ۽ ڪهاڻيڪار، شگفته شاهه جي ٽماهي مهراڻ (2011، 2-1) ۾ ڇپيل مضمون 'صاحبڏنو شاهه بلڙيءَ وارو ۽ سندس ڪلام' مان خبر پوي ٿي ته، سيد صاحب ڏنو شاهه ولد ولي محمد شاهه، ڳوٺ بلڙي، ضلعي حيدرآباد (هن وقت ٽنڊي محمد خان) ۾، 1868ع ڌاري ڄائو. هي شاهه عبدالڪريم بلڙيءَ واري جي ڏهين پيڙهيءَ مان هو. سندس پيٽويو محمد صلاح شاهه لاولد وفات ڪري ويو. جنهن ڪانپوءِ صاحبڏنو شاهه سجاده نشين ٿيو.



شگفته شاهه لکي ٿي ته، 'شاهه ڪريم بلڙيءَ واري جي ڪلام' ۾ ڏنل شجري ۾، شاهه ڪريم جي گاديءَ جي سجاده نشينن جو سلسلو جڏهن سيد عالي، سيد ميان محمد صلاح شاهه ۽ ميان حيدر شاهه (سجاده نشين سيد قنبرعلي شاهه جي ٽن فرزندن) تائين پهچي ٿو ته ٻڌايل آهي ته اُهي ٽئي لاولد هئا. اُن لاءِ سيد صاحبڏني شاهه کي سجاده نشين بنايو ويو. جيڪو سيد محمد صلاح شاهه جو سالو هو.

سيد صاحبڏنو شاهه، سنڌي، فارسي ۽ اردو زبانن جو چڱو ماهر هو. نيڪ صورت، نيڪ سيرت، بزرگ هو ۽ پنهنجي وقت جي شاعرن ۾

نمايان حيثيت رکندڙ شاعر هو.

سيد صاحبڏنو شاهه، خليفي گل ڪانپوءِ بعد جو شاعر هو، جنهن جي دور ۾ شاعريءَ ۾ سنڌي ماحول وڌيڪ روشن ٿيو. هن دور جي شاعرن ۾ سيد صاحبڏني شاهه فاروقيءَ سان گڏ مير عبدالحسين سانگي، ميون وڏل حيدري، مرزا قليچ بيگ، بدل بيگ، مير علي نواز 'ناز' علوي ۽ پير علي اصغر اچي وڃن ٿا. ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ 'ڪليات سانگي' ۾ لکيو آهي ته، "سانگي نه فقط پاڻ غزل کي ڪمال ۽ اوج تي پهچايو، مگر بين غزل گو شاعرن کي پڻ متوجه ڪيو ۽ نئين عروضي شاعريءَ جي ذوق جو منڊل مچايو. 'گدا'، 'ماتم'، 'حامد'، 'قليچ'، 'صاحبڏنو شاهه' ۽ 'حيدري' هڪبئي کي وڌيڪ ويجها ۽ هڪ ٻئي جي سخن کان آشنا هئا." (ص: 84).

صاحبڏني شاهه بلڙيءَ واري کي، سانگيءَ، مجازي طور 'مرشد' سڏيو آهي ۽ سندس وفات تي هن فارسيءَ ۾ 'بماتمِ مرشديم' عنوان سان مرثيو به لکيو هو. سانگي، صاحبڏني شاهه کي هن ريت خراج تحسين پيش ڪيو آهي:

وري ورهين کان پوءِ آيو آهي 'صاحبڏنو' سائين،
ڏسي مُنهن پاڪ مرشد جو، اکين کي ٺار ٿيو آهي.

گُل گلزار حيدر جي اچڻ کان اڄ اسان جو گهر،
معطر سو سڄوئي غيرتِ گلزار ٿيو آهي!

وٺي هيءَ مصرع موزون 'سانگيءَ' کي آ مُرشد جي،
حُسن جي فوج جو سهڻو سپه سالار ٿيو آهي.

(ديوان سانگي (1) ص: 68)

صاحبڏنا سائين مرشد ڪامل، ياد پون ٿيون پيارا پل پل،
محب منا منڻار، وارث تنهنجون وايون وايون!

(ڪافي)

صاحبڏنو شاهه، شاهه عبداللطيف ڀٽائيءَ جي تڙ ڏاڏي شاهه عبدالڪريم بلڙيءَ واري جي درگاهه ڪريميءَ جو سجاده نشين هو پر سندس حقيقي مرشد شاهه عبداللطيف هو جنهن جو پنهنجي ڪلام ۾ ذڪر به ڪيو اٿس، هونئن به سندس ڪلام تي شاهه لطيف جو نمايان اثر آهي.

ريڊيو پاڪستان حيدرآباد تان ماضي قريب ۾، عابده پروين ۽ محمد يوسف جي آوازن ۾ هڪ پُرسوز ڪافي ٻڌڻ ۾ ايندي هئي:

من گُهرئي مشتاق سان، جيئري جدائي ڪيمَ ڪر
برهه وارن سان بيحد بيوفائي ڪيمَ ڪر

جاسين آءُ جيئرو هجان، تاسين نه ٿي پلُ تون پري،
واسطي الله جي اڄ، وِرهه وائي ڪِيمَ ڪَرَ!

حسن جي سرڪار ۾ عاشق رهن صاحب سدا،
اي ميان 'صاحبڏنا'، گهر گهر گدائي ڪيمَ ڪر.

ته ان کي اڪثر ٻڌندڙ، سچل سائينءَ جي ڏاڏي 'صاحبڏني فاروقيءَ' جي ڪافي سمجهندا هئا، پر اها ڪافي اصل ۾ صاحبڏني شاهه بلڙيءَ واري جي آهي.

سيد صاحبڏني شاهه جي ڪلام جي اصل نسخي بابت روايت ملي ٿي ته اُهو وڃائجي ويو هو. سندس خاندان جي ڪيترن فردن ۽ بين محققن اهو ڪلام ڳولڻ جي ڪوشش ڪئي، پر ڪين ڪا خاص ڪاميابي حاصل نه ٿي. اڳتي هلي صاحبڏني شاهه جي ننڍي پُٽ غلام شاهه ڪريميءَ، ڪوشش ڪري ڪافي ڪلام گڏ ڪيو پر هو پنهنجي زندگيءَ ۾ شايد زماني جي بيقدري ۽ وسيلن جي کوٽ جي ڪري، ڇپائي نه سگهيو. ڪيتري عرصي کانپوءِ سندس پونيرن وٽان اهو غلام شاهه ڪريميءَ جي هٿ اکرين لکيل مواد، ناميارِي ليکڪا، مصور ۽ ڪهاڻيڪار شگفته شاهه کي هٿ آيو. صاحبڏني شاهه جي سهيڙيل ڪلام بابت غلام شاهه ڪريميءَ جي هٿ اکري تحرير ۾ ڄاڻايل آهي ته: "سانگي مرحوم جو دور سنڌي شاعريءَ ۾ وڏي اهميت وارو آهي. انهي سهڻي ۽ ناميارِي سٿ ۾ جيڪي شاعر اچن ٿا، تن ۾ والد مرحوم پير سيد صاحبڏني شاهه ڪريم پوٽي جو هڪ خاص مقام آهي، مگر فلڪ ڪج رفتار مرحوم جي هن اهميت کي جائز هنڌ تائين پهچڻ نه ڏنو. ويتر جو مرحوم جو بياض سندس وفات کانپوءِ وڃائجي ويو. والد بزرگوار 1914ع ۾ وفات ڪئي. بياض وڃائجي وڃڻ کانپوءِ ڪي سال گذري ويا، مگر صاحبڏني شاهه جو ڪلام ڪن جهونن جي واتان ٻڌڻ ۾ پئي آيو. آخر 1936ع ڌاري جڏهن بياض جي دريافت جا امڪان گهٽ ٿيندا ويا ۽ ٻئي پاسي وري موت اُنهن جهونن کي دنيا جي سفر کان ٿڪل مسافرن وانگر پنهنجي هنج ۾ سمهاري ڇڏيو ته مون اهو پڪو پهه ڪيو ته جيترقدر ٿي سگهي، جن ماڻهن کي والد مرحوم جو ڪلام ياد هو، حاصل ڪري لکي وٺان. اهو ڪم بظاهر سولو ٿي لڳو، پر ڪجهه منهنجي پنهنجي ذاتي مشڪلن ۽ ڪجهه وري ٻهراڙيءَ جي دوستن، مريدن جي اڪثريت جو ناخوانده يا نيم خوانده هئڻ ڪري ڪلام اٿپورو يا غلط سلط پئي مليو اول الذڪر ذاتي مشڪلن ۾ هڪ مشڪل اها هئي ته والده مرحومه، ايران جي شاهي صفوي خاندان مان، شهزادي محمد رضا آصف صفويءَ جي نياڻي هئي، جنهن جي مادري زبان فارسي هئي. والد مرحوم جڏهن وفات ڪئي ته آءُ فقط سٽن مهينن جو هئس. مون کي ماءُ ۽ ناناڻن ڪراچيءَ ۾ نپايو، تنهنڪري 'سنڌي النسل' هوندي به 20، 21 ورهين تائين پوري سنڌي نه ايندي هئم. والد مرحوم جو هڪڙو ۽ شايد پهريون ڪلام زباني والده مرحومه کان ٻڌم ته گهڻو سمجهي ڪو نه سگهيس، تاهم دل کي آساس پئي آيو. ڪافي هئي:

عُمرا ياد آيا مُون اڄ هِن اباڻا،
وهن نيڻ جن لئه نِيئر ۾ نماڻا!

اباڻي محبت ۽ پيءُ جي وڃايل ڪلام کي سمجهڻ ۽ حاصل ڪرڻ لاءِ آءُ سنڌي سکڻ کي جُنبي ويس."

غلام شاهه ڪريميءَ جي هٿ اکرين لکيل ڪلام جو وچور محترم شگفته شاهه هن ريت ڏنو آهي:

ڪافيون 104 (98 سنڌي، 06 سرائڪي)، غزل 24، ڄاڳا 02، مولود 06، مدح 01، بيت 14، مشڪوڪ ڪلام: 2 بيت ۽ 2 غزل.

صاحبڏني شاهه جي ڪافين سان گڏ سنڌس غزلن ۾ به لوڪ رنگ ظاهر آهي، اڪثر غزلن جي اڳيان سُر لکيل آهن. جيئن: سورٺ، درٻاري، ڪانڙو، جوڳ- مغلي، پيروي ۽ ٻهاڳ- پرڀالي وغيره. هن سهيڙ ۾ ”من گهرئي مشتاق . . . “واري ڪافيءَ کي غزل لکيو ويو آهي. هونئن به سچل سرمست کان وٺي صاحبڏني شاهه تائين لکيل اڪثر غزل ’ڪافي نما غزل‘ آهن. ضرورت ان ڳالهه جي آهي ته صاحبڏني شاهه ڪريمي بلڙيءَ واري جي ڪلام تي تحقيق ڪري، هن ڪلاسيڪي دور جي آخري شاعرن مان هڪ اهم شاعر جو ڪلام شايع ٿيڻ گهرجي.

سيد صاحبڏني شاهه، 3 جون 1914ع تي وفات ڪئي. سنڌس به ڪافيون نموني طور هيٺ ڏجن ٿيون:

(1) غرق ٿياسين در غب غب،

لاشڪ آهيون لامذهب!

موتو قبل جو پيو پيالو مست وتان ٿو آءٌ متوالو،

عشق سيڪاري رمز عجب!

ڪڏهين مومن هندو چوايون، هر مظهر ۾ پاڻ لکايون،

سالڪ سمجهن تنهنجو سبب!

صاحبڏنا! ڪثرت سان ڪاهي، وحدت پڙ ۾ واڳ ورائي،

مَرد ڪُڏائن تا مرڪب!

(2) رات وِڄن رنگ لايا وي،

بادل هرجا ڪئي ٻهاري!

مينهن موڪون ڪيون مُلڪ تي،

ريج سريج رَسايا وي!

هر هنڌ هَر وهائن هاري!

ڪڇ، قلات، ڪُلمبو، ڪابل،

واحد ڪُل وسايا وي!

ساوڻ سبزي ڪئي سنڌ ساري!

ڏک، ڏڪار، ڏُولاوا ڏيهه تان،

واليءَ ڪُل وِڃايا وي!

صاحب جي ڏس هيءَ ستاري!

سارنگ، سورٺ اڄ سنگهارن،

گيتَ ڳهن ۾ ڳايا وي!

مُنهن مرڪن، چون ملاري!

صاحبڏنا، اڄ اڱڻ اسان جي،

دوست هلي گهر آيا وي!

پِرين پَت پِرت جي پاري!

**سيد صادق علي شاهه**: نامور سياستدان سيد صادق علي شاهه ولد سيد بهار علي شاهه، 10 سيپٽمبر 1910ع تي شڪارپور ۾ پيدا ٿيو. شروعاتي تعليم ’ورنيڪيولر اسڪول نمبر 2 شڪارپور‘ مان حاصل ڪيائين. مسلم ليگ شڪارپور جو نائب صدر ۽ سيڪريٽري ٿي رهيو. سنڌس اوطاق سياسي ڪارڪنن ۽ مسلم ليگ جي ميمبرن جو مرڪز هوندي هئي.

سيد صادق علي شاهه مسجد منزل گاهه جي تحريڪ ۾ به اهم ڪردار ادا ڪيو. جڏهن شڪارپور کان قافلو شيخ واجد علـيءَ جي اڳواڻيءَ ۾ مسجد منزل گاهه ڏانهن روانو ٿيو ته ان ۾ سڀ کان اڳيان سيد صادق علي شاهه هو. خانبهادر احمد خان سڏايو کي اليڪشن ۾ ڪامياب ڪرائڻ لاءِ ان وقت جي مسلم ليگ جا اڳواڻ جيءَ ايم. سيد، آغا غلام نبي خان پٺاڻ ۽ ٻيا وٽس اچي رهندا هئا.

هو پاڪستان جي آزاديءَ جي تحريڪ جو ڪارڪن هو. ڪيس سياست سان گڏ صحافت سان به دلچسپي هئي.

ورهاڱي کانپوءِ شڪارپور مان هفتيوار اخبار ’سحر‘ جاري ڪيائين. جنهن ذريعي شڪارپور جي عوام جي ترجماني ڪيائين. جڏهن ون يونٽ قائم ٿيو ته ان جي ڪليل مخالفت ڪيائين.

سيد صادق علي شاهه، 51 سالن جي عمر ۾، 23 سيپٽمبر 1961ع تي وفات ڪئي.

**سيد صادق علي شاهه، سبزواري**: ناميـاري وڪيل سيد صادق علي شاهه سبزواريءَ جو سيوهڻ شهر جي تعليم يافته شخصيتن ۾ شمار ٿيندو هو. شاهه صاحب ڪجهه وقت سيوهڻ جي ميونسپالٽيءَ جو چيئرمئن پڻ رهيو. بلند خيال ۽ خدمت ڪرڻ واري جذبي ڪيس سيوهڻ جي ماڻهن ۾ هر دلعزيز بڻايو.

سيد صادق علي شاهه سبزواري هڪ قابل زميندار ۽ وڪيل هئڻ سان گڏ هڪ همدرد ۽ ڀلائي ڪندڙ انسان هو. ملڪ جي ڪيترن ئي نامور سياسي توڙي سماجي رهنمائن سان شاهه صاحب جا سٺا تعلقات هوندا هئا.

حضرت لعل شهباز قلندر جي سجاده نشين هئڻ ڪري پوري ملڪ جا حڪمران ۽ سياسي ليڊر سنڌس وڏو احترام ڪندا هئا. ڪڏهن به باقاعدي ڪنهن سياسي پارٽيءَ ۾ شامل نه رهيو سنڌس خيال هو ته طاقت جي سياست کان بهتر آهي ته شراڪت واري سياست ۾ ٻهرو وٺجي. شراڪت جي سياست مان سنڌس مراد ملڪ جي ترقي ۽ عوام جي خدمت ڪرڻ ۽ عوامي مسئلن کي حل ڪرائڻ واري سياست هئي، جنهن ذريعي صاحب اقتدار توڙي مخالف ڌر جي سياستدانن کي بي لوث جذبي سان ڪم ڪرڻ گهرجي.

سيد صادق علي شاهه حڪيم محمد مراد صديقيءَ جو همعصر ۽ هم درس هو.

**سيد صالح شاهه سوائيءَ جو مقبرو:** سيد صالح شاهه سوائيءَ جو مقبرو پريالوءِ، ضلعي خيرپورميرس ۾ واقع آهي. هن مقبري ۾ مدفن بزرگ سيد صالح محمد شاهه پريالوءِ جي گاديءَ جو بنياد وڌو، جنهن جو نقوي ساداتن جي خاندان سان واسطو هو. سيد صالح شاهه سوائيءَ جو



مقبرو پريالوءِ شهر جي مک لنگهه ويجهو آهي. هن بزرگ جو والد سيد بهاؤالدين روهڙيءَ جو رهواسي هو. جنهن اُچ شريف تائين سفر ڪيا، اهو به اهل الله بزرگ هو. سيد صالح محمد شاهه ڪلهوڙن جي زماني جو بزرگ هو ۽ ميان نور محمد ڪلهوڙو وٽس ايندو رهندو هو. هن سنڌيءَ ۾ شاعري به ڪئي هئي. هن بزرگ جو مقبرو آڳاٽو تعمير ڪيل ڏسجي ٿو. جنهن جي ويجهڙائيءَ ۾ مرمت ڪئي وئي آهي. مقبرو هڪ حجري تي مشتمل آهي. اڏاوت ڪچي آهي ۽ ان جي پيڙهه پڪين سرن جي آهي، جنهن تي گاري ۽ چوني جو ليپو ٿيل آهي. مهاڙيءَ ۾ ڪاٺ جو در اٿس، جنهن تي سائو رنگ ڪيو ويو آهي. مقبري جي مهڙ ۾ هڪ طاقچو آهي، جنهن ۾ در ۽ ٽنپ گنبذي ڊزائين جا هنيا ويا آهن. اڳياڙيءَ جي طاقچي تي هيڙهنو مٿي ڪري ان تي ڪنگريون نصب ڪيون ويون آهن. مقبري کي هيڙهنو ڏنل آهي، ٻنهي طرفن کان هوا جي گذر لاءِ ونگدار دريون ڇڏيل آهن. محمد صالح شاهه جي مزار مقبري ۾ آهي، جنهن کي ڪاٺ جو اولو آهي. مقبري ۾ موجود مزار سنگ مرمر جي تعمير ڪيل ٿلهي تي آهي. مقبري جي سامهون مجاورن جون بنيون آهن. جڏهن ته پر ۾ قبرستان واقع آهي، جنهن قبرستان ۾ به عدد پڪيون مزارون به آهن، جن کي ڇت وارا حجرا ڏنل آهن. جيڪي پڪين سرن، گاري ۽ گچ جا تعمير ڪيل آهن. مقبري جي حالت زبون آهي، جنهن کي تازي مرمت دوران مهاڙيءَ ۾ سيمينٽ جو ليپو ڏنو ويو آهي.

**سيد صالح شاهه نئنگ وارو:** سيد صالح محمد شاهه 1910ع ڌاري ڳوٺ نئنگ، ضلعي دادوءَ ۾ جنم ورتو سندس والد جو نالو الهه بخش شاهه جيلاني هو. سندس حسب نسب حضرت عبدالقادر جيلانيءَ سان ملي ٿو بلوچ هن خاندان جا گهڻي تعداد ۾ مريد آهن. بلوچن هن خاندان کي 'مير' جو لقب ڏنو. جيڪو بلوچي خاندان ۾ وڏي عزت ۽ مرتبي وارو سمجهيو ويندو آهي، ان ڪري هن خاندان کي 'مير سيد' سڏيو وڃي ٿو.



سيد صالح شاهه کي سندس والد ڪا تعليم ڏياري نه سگهيو هو صرف سنڌي، اردو ۽ فارسي زبانون ڳالهائي ۽ سمجهي سگهندو هو پر لکي ۽ پڙهي نه سگهندو هو. سندس مريدن جو وڏو تعداد ڪيچ مڪران ۽ قلات کان وٺي پاڳناڙيءَ ۽ ڪاڇي واري علائقي ۾ رهندو هو. مير صالح محمد شاهه پنهنجي والد سان گڏ راڄن جا فيصلا ڪرڻ ويندو هو ۽ والد ڪانپوءِ اها پيري مريديءَ جي پڳ کيس ٻڌائي وئي. هندو توڙي مسلمان سندس احترام ڪندا ۽ ساڻس عقيدت رکندا هئا. 1945ع ۾ سنڌ ڪانگريس طرفان سنڌ اسيمبليءَ جو ميمبر چونڊيو ويو. ان وقت اسيمبليءَ ۾ اڪثريت ڪانگريس جي ٿي هئي، انگريز گورنر سرمودي اسيمبلي توڙي پنهنجي طاقت جي زور تي مسلم ليگ کي ڪامياب ڪرايو. ان ڪري شاهه صاحب سياسي سرگرمين کان پاسيرو رهي خاموش گذارڻ کي ترجيح ڏني چوندو هو ته "سياست ۾ چالبازي ۽ دوکو نه هجڻ گهرجي، عوام جي حقن جو خيال رکڻ گهرجي، جن جي ووٽن سان ايوانن تائين پهچجي ٿو."

سيد صالح شاهه صابر، بردبار، بااخلاق ۽ سادي طبيعت جو مالڪ هو. سندس شادي عزيزن مان ٿيل هئي، جنهن مان کيس هڪ پٽ مير الهه بخش ثاني ٿيو. مير سيد صالح شاهه 1957ع ۾ وفات ڪئي، کيس اباڻي قبرستان نئنگ شريف ۾ دفن ڪيو ويو.

**سيد صالح محمد شاهه[1]:** ريڊيو، ٽي. ويءَ جي مشهور ڪمپيئر، صداڪار ۽ لوڪ ادب جي ڄاڻو سيد صالح محمد شاهه ولد سيد دادن شاهه



جو جنم، 4 اپريل 1938ع تي حيدرآباد پرسان ڳوٺ دريا بيگ مغل ۾ ٿيو. هن اديب عالم جو امتحان پاس ڪيو. کيس انگريزي سلي ايندي هئي. زمينداري پيشي سان لاڳاپيل رهيو.

سيد صالح محمد شاهه سنڌي لوڪ ادب، ثقافت ۽ فن جي دنيا ۾ هڪ وڏو نالو ٿي گذريو آهي. هن لوڪ ادب ۽ لوڪ ثقافت کي عوام تائين پهچايو. سندس خاندان ۾ وڏا شاعر، اديب ۽ عالم ٿي گذريا آهن. گهريلو ماحول ۾ کيس 'شاهه لطيف جو رسالو' ۽ 'شاهه ڪريم جو ڪلام' صحيح تلفظ سان ٻڌڻ ۽ پڙهڻ جو موقعو مليو. سندس خاندان جو هڪ وڏو شاعر سيد ڪبير شاهه 'لوڪ ادب جو امام' سڏيو ويندو هو. سيد نور محمد شاهه 'نورل'، 'صاحبِ ڪليات شاعر' سندس نانو هو. ناني جي ذاتي شفقت ۽ پرورش کيس زبان ۽ ادب جو شعور بخشيو.

سيد صالح محمد شاهه اجا تعليم مڪمل نہ ڪئي هئي تہ پنهنجي هم ڪلاسي عبداللطيف عباسيءَ، ريڊيو پاڪستان جي اناؤنسر جي صلاح تي، 04 اپريل 1958ع تي ريڊيو پاڪستان حيدرآباد سان منسلڪ ٿيو. جتي اناؤنسر ڪانسواءِ تقريرن، ڊرامن ۽ فيچرن ۾ حصو ورتائين. ريڊيو تي 'فتح خان' جي ڪردار ڪيس عالمي شهرت بخشي. هن 'ڳوناٽي ڪچهريءَ' جو پروگرام چاليهن سالن تائين مسلسل ڪيو. اهو پروگرام، ريڊيو حيدرآباد تان 03 آڪٽوبر 1959ع کان 'ڳوناٽي ڪچهريءَ' جي نالي سان هلندو هو. 20 جولاءِ 1960ع تي ان جو نالو بدلائي 'جمهور جو آواز' رکيو ويو. هن پروگرام ۾ صالح محمد شاهه شروع کان وٺي پنهنجو اصل آواز بدلائي، ٻهراڙيءَ جي هڪ جهور پوڙهي جي ڪردار 'فتح خان' جي روپ ۾ پيش ڪندو رهيو. جنهن ڪي هر طبقي جي ماڻهن بيحد پسند ڪيو. هن پروگرام کي ڪارائتو بنائڻ لاءِ ان ۾ موسيقي، ڳجهارتن، بيتن، لوڪ ڪهاڻين، ڪافين، مذهبي واقعن، قصن، زراعت، تعليم، صحت، ادب وغيره جا موضوع شامل ڪيا ويا. جنهنڪري هيءَ پروگرام ريڊيو جي تاريخ جو يادگار پروگرام بڻجي ويو. سيد صالح محمد شاهه جو تعلق نج ٻهراڙيءَ سان هو. ڪيس ٻهراڙيءَ جي ماحول، ريتن رسمن ۽ رهڻي ڪهڻيءَ جي سٺي ڄاڻ هئي. ان ڪري سندس پروگرام ڳوناٽن جي ڪچهريءَ جا سچا عڪس هوندا هئا. جملن جي جوڙجڪ، پڪي پختي زبان، وسيع معلومات، ٺيٽ عوامي لهجي، محاورن، پهاڪن ۽ اصطلاحن جي ڄاڻ ڪيس هڪ علم دوست ۽ پارکو طور مقبوليت ڏني. ڪيس لوڪ ادب جي سمورين صنفن تي عبور هو ۽ موسيقيءَ جي فن بابت وسيع ڄاڻ رکندو هو. سيد صالح محمد شاهه يار ويس، راڄائتو، مهمان نواز، ڳڻ ٻريو ڳالهير، ڪل مڪ ۽ لوڪ ادب جو جيئرو جاڳندو مثال هو.

سيد صالح محمد شاهه، شاهه عبداللطيف ڀٽائيءَ جو مداح ۽ سندس ڪلام جو قدردان هو. جڏهن بہ ڪو بيت پڙهندو هو تہ درست اچار سان ۽ زير زبر، شد مد جو خيال رکي پڙهندو هو. سنڌي ٻوليءَ جي سٽاءَ، مزاج ۽ اثرن کان پليءَ پت واقف هو.

سيد صالح محمد شاهه علم ۽ ادب جو وڏو پارکو هو. ڪچهريءَ وارا ڪيس 'ڏاڏا سائين' يا 'جهونا' چئي مخاطب ٿيندا هئا. شاهه لطيف جو سڄو رسالو شاهه صاحب جي آواز ۾ تحت الفظ رڪارڊ ٿيل آهي، جيڪو ريڊيو پاڪستان حيدرآباد، ڪراچي، خيرپور ۽ لاڙڪاڻي تان اڄ بہ نشر ٿيندو رهي ٿو. سيد صالح محمد شاهه پي. ٽي. وي ڪراچي سينٽر تان نشر ٿيندڙ سنڌي پروگرام 'اوطاق' ۽ 'رس رهاڻ' جو بہ ڪيترو وقت ميزبان رهيو. هن سنڌي فلمن ۽ ڊرامن ۾ بہ ڪم ڪيو. سندس شروعاتي ڊرامن ۾ منظوم ڊرامو 'ستارا' ۽ 'ڏاهر' قابل ذڪر آهن.

انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي ۽ ثقافت کاتي حڪومت سنڌ وٽ سندس آواز ۾ شاهه جي رسالي جي سرن جي رڪارڊنگ محفوظ آهي.

سيد صالح محمد شاهه کي فني خدمتن جي عيوض حڪومت پاڪستان صدارتي اوارڊ 'حسن ڪارڪردگي'، ٽيليويزن گولڊ ميڊل، سگا گولڊ ميڊل، شاهه لطيف ڪلچرل سوسائٽيءَ طرفان گولڊ ميڊل ۽ ٻين مختلف تنظيمن ڪيترا اوارڊ ۽ سنَدون ڏنيون.

سيد صالح محمد شاهه ڀرين سيپٽمبر 2007ع تي وفات ڪئي.

**سيد صالح محمد شاهه**[2]: نامور تعليمي ماهر ۽ محقق، سيد صالح محمد شاهه ولد سيد ڏتل شاهه، 15 جنوري 1925ع تي ڳوٺ امين لاڪي، هاٽوڪي ضلعي مٽياريءَ ۾ جنم ورتو. ابتدائي تعليم ڳوٺ مان حاصل ڪري ورنيڪيولر فائنل جو امتحان پاس ڪيائين ۽ 1945ع ۾ تعليم کاتي ۾ پرائمري استاد طور عملي زندگيءَ جو آغاز ڪيائين. 1952ع ۾ ڪاليج جو پهريو سال پاس ڪرڻ کان پوءِ ترقي ماڻيائين. هن مختلف اسڪولن ۾ مقرريءَ دوران سوين شاگردن کي فائنل جا امتحان پاس ڪرايا. 1962ع ۾ ٽيچرس ٽريننگ اسڪول سڪرنڊ ۾ استاد مقرر ٿيو. 1968ع ۾ ممتاز ڪاليج خيرپور ۾ سنڌيءَ جي ليڪچرار طور مقرري ٿي، جتان پوءِ ڊگري ڪاليج ٽنڊي جان محمد ۾ خدمتون سر انجام ڏنائين. 1970ع کان وٺي رٽائرمينٽ تائين ماهر مضمون طور هن سنڌ ٽيڪسٽ بوڪ بورڊ ۾ ذميواريون نڀايون.



سيد صالح محمد شاهه مطالعي جو وڏو ذوق رکندو هو. هن تحقيق ڪري 'پير رشد الله شاهه راشديءَ جو ڪلام' عنوان تي پي. ايڇ. ڊي پڻ ڪئي. مختلف درسي ڪتابن کان سواءِ سنڌ ٽيڪسٽ بوڪ بورڊ جي ڪيترن ئي ڪتابن جي ادارت ۽ نظرثاني ڪيائين. سندس ترجمن جا ٻہ ڪتاب 'سيرت رسول صلي الله عليہ وسلم' (سليمان ندوي) ۽ عبدالله ابن مسعود شايع ٿيل آهن. ان کان سواءِ سنڌي لئنگئيج اٿارٽيءَ سندس تيار ڪيل 'هاريءَ جي لغت' پڻ ڪئي آهي.

سيد محمد صالح شاهه 61 ورهين جي ڄمار ۾ 1986ع ڌاري وفات ڪئي. ڪيس اباڻي قبرستان ۾ دفن ڪيو ويو.

**سيد صدرالدين شاهه**: نامور صوفي بزرگ ۽ شاعر سيد صدرالدين شاهه، 25 آگسٽ 1925ع تي تجل شريف ۾ جنم ورتو. شروعاتي ديني تعليم پنهنجي والد کان حاصل ڪيائين ۽ گڏوگڏ پرائمري جا چار درجا بہ پڙهيو ان کانپوءِ عربي ۽ فارسيءَ تي عبور حاصل ڪيائين. پاڻ درگاهه جهوڪ شريف جي سجاده نشين صوفي عبدالستار ثانيءَ جو دست بيعت ٿيو. نهايت عابد، زاهد، نماز، روزي ۽



تهجد جو پابند هو. تجل شريف جي مسجد ۾ امامت ڪندو هو. سلام الله شاھ جي تڪيي تي وڃڻ جي نماز کان پوءِ مراقبي ۾ ويهندو هو. ان ڪانسواءِ حڪمت به ڪندو هو. حڪيم شمس الدين جي دواخاني تي طب جي سکيا ورتائين. سندس طبي خدمتون مشهور آهن. سٺو شاعر به هو. هن سنڌي، سرائڪي، اردو ۽ فارسي ۾ شاعري ڪئي، حمد، نعت، منقبت، قصيدا، نوحا، ڪافيون ۽ غزل چيائين. پنجتن ۽ 12 امامن سان گهڻي عقيدت رکندو هو. آخري وقت ۾ ڪيس فالج ٿيو ۽ هن 25 جنوري 2003ع تي تجل شريف ۾ وفات ڪئي. ڪيس سلام الله شاھ جي تڪيي جي روضي جي اڱڻ ۾ دفن ڪيو ويو، جتي 21، 22 ذوالقعد تي هر سال ميلو لڳندو آهي.

**سيد صلاح الدين شاھ:** سيد صلاح الدين شاھ، سيد صدرالدين شاھ لڪياريءَ جو پوٽو هو. قلندر لعل شهباز سان لڪيءَ مان گڏجي سيوهڻ پهتو ۽ سندس طالب ٿيو. قلندر شهباز جي وصال کانپوءِ سندس مسند جو وارث ۽ سجاده نشين ٿيو. هن سيوهڻ ۾ هڪ مسجد ۽ مدرسو تعمير ڪرايو، جيڪو 'شاھ صدرالدين' جي نالي سان سڏجي ٿو. سيوهڻ ۾ سندس قائم ڪيل 'شاھ اولاديءَ' جي ڪافي مشهور آهي، جنهن جو هن وقت خليفو محرم شاھ آهي.

تحفة الڪرام جي مصنف لکيو آهي ته، "شاھ صلاح الدين لڪياري سادات مان هو. پنهنجي ذاتي صلاحيتن جي طفيل دين خواھ دنيا ۾ نالو ڪمايائين ۽ قلندر لعل شهباز جي وصال کانپوءِ ابراهيم شاھ جتي ستيءَ جو طالب ٿيو ۽ لعل شهباز جي درگاھ جي سجاده نشين ٿيو."

**سيد ضياءُ حسين 'ضياءُ':** سيد ضياءُ حسين، 12 سيپٽمبر 1911ع ۾ ڄائو. سندس والد مولانا محمد سيد اعتماد حسين 'فاضل'، جيد عالم ۽ اديب هو. جنهن اسلام ۽ فلسفي تي ڪيترا ڪتاب لکيا هئا. 1947ع ۾ لڏي اچي حيدرآباد ۾ رهيو.

سيد ضياءُ حسين ضياءُ 1949ع ۾ سنڌي گرامر تي هڪ ڪتاب لکيو، جيڪو 1951ع ۾ شايع ٿيو. ان کانسواءِ سندس ڪتابن ۾: (1) 'سرشتي سکيا ۽ علم صحت' ۽ (2) 'تاريخ سنڌ' اهم آهن. نثر سان گڏ شاعري به ڪيائين. هن 18 مارچ 1994ع تي وفات ڪئي. سندس ٻه فرزند سيد نعيم حيدر نقوي ۽ نسيم حيدر نقوي، علمي ۽ ادبي دنيا سان وابسته آهن.

**سيد ظفر علي شاھ:** نامور سياستدان ۽ نوشهري فيروز جي علمي ادبي خاندان سان واسطو رکندڙ سيد ظفر علي شاھ جو اصل نالو سيد الهندو شاھ آهي. سندس جنم 20 نومبر 1932ع تي ڏيري/ درهيلي، ضلعي نوشهري فيروز ۾ ٿيو. سندس ڏاڏو الهندو شاھ پنهنجي وقت ۾ سنڌ جي اهم علمي ۽ سياسي شخصيت هو. سيد ظفر علي شاھ



ايم. اي ۽ ايل. ايل. بي آهي. هي شاگرديءَ واري زماني کان سياست ۾ سرگرم ٿيو. سائين جي. ايم. سيد ۽ قومپرست تحريڪ سان سندس گهري ويجهڙائي رهي. اڳتي هلي پارلياماني سياست ڪيائين. تڏهن به سندس خانداني لاڳاپا جي. ايم. سيد سان برقرار رهيا. هن پهرين چونڊ 1962ع ۾ وڙهي، جنهن ۾ ڪامياب ٿي صوبائي اسيمبليءَ جو ميمبر ٿيو. 1970ع ۾ به صوبائي اسيمبلي جي چونڊ کٽيائين. ان وقت جڏهن سنڌي ٻوليءَ جي بل پاس ٿيڻ کان پوءِ اردودان طبقي گوڙ ڪيا، ته هن موري ۽ ڪراچيءَ ۾ 'سنڌي زبان' ڪنوينشن ۽ سنڌي ٻوليءَ جي حق ۾ زوردار تقريرون ڪيون. ان کان پوءِ مسلسل 88-1985ع، 93-1990ع، 2002ع، 2008ع وارين چونڊن ۾ قومي اسيمبليءَ جي چونڊن ۾ ڪاميابي ماڻيندو رهيو آهي. ظفر علي شاھ 1962ع ۾ سنڌ اسيمبلي ميمبر رهڻ دوران سنڌ اسيمبليءَ جو ڊپٽي اسپيڪر ٿيو. 1984ع ڌاري خوراڪ، ٻيلن، چوپائي مال، ماهگيريءَ جو صوبائي وزير به رهيو. 1985ع ۾ صنعتن، خوراڪ، زراعت ۽ چوپائي مال جي وفاقي وزارت جو قلمدان وٽس رهيو. 1989ع ۾ بجلي ۽ پاڻيءَ جو وفاقي وزير رهيو. 1993ع دوران قومي اسيمبليءَ جو ڊپٽي اسپيڪر رهيو. 2008ع ۾ قومي اسيمبلي جي قائم ڪميٽيءَ جو ميمبر رهيو. سيد ظفر علي شاھ، سعودي عرب، سوڊان، آمريڪا، جپان، سوئٽزرلينڊ، برطانيه، جرمني، اٽلي سميت ٻين ڪيترن ملڪن جا سرڪاري ۽ غير سرڪاري دورا پڻ ڪري چڪو آهي. هيءُ پنهنجي اصولي سياست سبب مشهور آهي. ڪجهه عرصو اڳ پيپلز پارٽي ڇڏي مسلم ليگ (ن) ۾ شامل ٿيو آهي ۽ 2013ع وارين چونڊن ۾ ڪٽي نه سگهيو.

**سيد عابد عباس ڪاظمي:** سيد عابد عباس ڪاظميءَ 27 جنوري 1969ع تي مدئجي، ضلعي شڪارپور ۾ ڄائو. ابتدائي ۽ ثانوي تعليم کانپوءِ شاھ عبداللطيف يونيورسٽي خيرپور مان اردو ۽ ڪيمسٽريءَ ۾ ماسٽرس ڪيائين. پوءِ ايل. ايل. بي به ڪيائين. ڪيس ننڍپڻ کان ئي ادب سان لڳاءُ هو. شاگرديءَ واري دور ۾ 'ڊيموڪريٽڪ اسٽوڊنٽس فيڊريشن' (DSF) ۾ شامل ٿيو ضلعي شڪارپور ۽ شاھ عبداللطيف يونيورسٽيءَ جو صدر رهيو 1989ع کان 'عوامي آواز' اخبار ۾ ڪالم لکيائين. 'سنڌي ادبي سنگت' ۽ 'سگا' مديجيءَ جو بنياد رکيائين. 1990ع ۾ ايمنسٽي انٽرنيشنل ۾ شامل ٿي ۽ 'ڪاروڪاري' ۽ 'انساني حقن جي تعليم' لاءِ پاڪستان جو Campaign Coordinator ٿيو ڪيترن سماجي ادارن سان وابسته رهيو. 2003ع کان ڪراچيءَ ۾ وڪالت شروع ڪيائين. ۽ ساڳئي سال کان ريڊيو پاڪستان ۾ ملازمت ڪري رهيو آهي. عابد ڪاظمي، اردو ۽ سنڌيءَ ۾ شاعري ڪندو آهي،



ڪالم لکندو آهي. سنڌس ڪالمن ۽ فيچرن جو ڪتاب 'وساورني' ۽ اردو شاعريءَ جو ڪتاب 'خواب هوائين' (2012ع) ڇپجي چڪا آهن. ڪيس ڪيترا اوارڊ ۽ ملي چڪا آهن. 'انجمن ترقي پسند مصنفين' لاڙڪاڻي ضلعي جو سيڪريٽري رهيو آهي. ان کان سواءِ ريڊيو پاڪستان ڀٽ شاهه جو اسٽيشن ڊائريڪٽر به رهيو آهي.

**سيد عالم شاهه**: سيد عالم شاهه ولد علي مير شاهه، مٽيارين جي عيسي پوٽہ ساداتن مان مشهور سياسي شخصيت آهي. هن 8 مئي 1942ع تي مٽيارين ۾ عيسا پوٽي محلي ۾ جنم ورتو سنڌس ننڍپڻ نئين ضلعي جي ڏڏي شهر ۾ پرائمري ۽ سيڪنڊري پڙهيو ۽ مئٽرڪ نور محمد هاءِ اسڪول حيدرآباد مان 1961ع ۾ ڪيائين. 1962ع ۾ زرعي يونيورسٽي ٽنڊي ڄام ۾ داخلا ورتائين ۽ 1964ع ۾ پڙهڻ ڇڏي، ڏڏي ۾ وڃي زميندار ڪيائين. 1966ع ۾ زرعي يونيورسٽيءَ جي



اڳوڻي وائيس چانسلر ۽ پنهنجي دوست رجب علي ميمڻ جي معرفت سنڌس ملاقات نامياري سياستدان رسول بخش پليجي سان ٿي ۽ پوءِ سڄي زندگي سنڌس سياسي رفيق رهيو.

1969ع ۾ عوامي تحريڪ نئين ضلعي جو صدر ۽ مرڪزي ڪميٽي جو ميمبر ٿيو. 1974ع ۾ شادي ڪيائين. 1975ع ۾ 'تحريڪ' رسالي جو ايڊيٽر ٿيو. 1979ع ۾ 'تحريڪ' رسالي ۾ مارشل لا مخالف مواد ڇاپڻ جي ڏوهہ ۾ جيل ويو ۽ ٻہ سال سزا ڪاٽيائين. 1986ع ۾ عوامي نيشنل پارٽي سنڌ جو صدر ٿيو. 1987ع ۾ عوامي نيشنل پارٽيءَ جو سينيئر نائب صدر ٿيو. 1988ع ۾ عوامي تحريڪ جو مرڪزي جنرل سيڪريٽري ٿيو. 2009ع ۾ عوامي تحريڪ جو مرڪزي سينيئر نائب صدر ٿيو. سيد عالم شاهه ٻہ ڀيرا پارٽي پاران لنڊن جا دورا ڪيا. خان عبدالغفار خان جي ميت سان، پارٽيءَ جي نمائندگي ڪندي، جلال آباد، افغانستان ويو.

سياسي حيثيت کانسواءِ سيد عالم شاهه مٽياري تعلقي جي سماجي شخصيت بہ آهي. هي مٽياري ايڪشن ڪميٽيءَ جو سرپرست رهيو آهي. وڏي سياسي اڳواڻ هئڻ جي باوجود عام ڪارڪنن وانگر ڪم ڪندو آهي. هن وقت بہ عوامي تحريڪ جي هر مرڪزي فيصلي ۾ سنڌس راءِ کي وڏي اهميت ڏني ويندي آهي.

**سيد عباس علي شاهه رضوي**: ڪافيءَ ۽ غزل جو مشهور عوامي شاعر، عباس علي شاهه ولد سيد روشن علي شاهه رضوي، نئين ڪوٽ پرسان ڳوٺ روشن آباد ۾، 1922ع ڌاري ڄائو هن جو واسطو شاهه عنات نصرپوريءَ جي خاندان سان آهي، جيڪو شاهه لطيف جو وڏو همعصر هو. عباس علي شاهه 20 سالن جي ڄمار ۾ شاعري شروع ڪئي. مخدوم طالب المولىٰ، سيد غلام رسول شاهه جيلاني، رئيس ڪريم بخش نظاماڻي، ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ، مرتضىٰ ڏاڏاهي ۽ ٻين سان سنڌس صحبتون رهيون. سنڌس ڪلام سنڌ جي مشهور فنڪارن: سونا خان بلوچ، محمد يوسف، محمد ابراهيم، محمد جمن، مائي ڀاڳي ۽ ٻين ڳايو آهي. هن



1958



2009

جي شاعريءَ جا ٻہ مجموعا: (1) 'خيال دل'، (2) 'ساروٽيون سَوَساهہ ۾' ۽ (3) 'هي در نہ مٽجي دوست جو' (2009ع) ڇپيل آهن.

عباس علي شاهه ڪافي ۽ غزل جو پوئين دور جو اهم شاعر آهي. هن 11 جنوري 2012ع تي وفات ڪئي.

**سيد عبدالحسين موسوي**: اديب، استاد عبدالحسين شاهه موسوي ولد سيد وڏيل شاهه موسوي، 2 جنوري 1902ع ڌاري روهڙيءَ ۾ ڄائو. هن ابتدائي تعليم روهڙيءَ جي مشهور استاد قاضي ميان غلام مهديءَ کان حاصل ڪئي. ان کانپوءِ هن سنڌ مدرسة الاسلام ڪراچيءَ مان مئٽرڪ جو امتحان ۽ ڪراچيءَ جي ڊي. جي. ڪاليج مان بي. اي جو امتحان پاس ڪيائين. جنهن بعد بمبئي يونيورسٽيءَ مان بي. ٽي جو امتحان پاس ڪري آيو. تعليم مڪمل ڪرڻ کان پوءِ هن تعليم کاتي ۾ ملازمت



اختيار ڪئي ۽ سنڌ جي مختلف هاءِ اسڪولن ۾ استاد ٿي رهيو. جتي پنهنجي قابليت ۽ ذهانت سان تمام گهڻي مقبوليت حاصل ڪيائين. ان دور ۾ سنڌ اندر ميرپور خاص، لاڙڪاڻي ۽ شڪارپور ۾ وڏا وڏا هاءِ اسڪول قائم ٿيل هئا، جتي نهايت ئي قابل ۽ محنتي استادن کي موڪليو ويندو هو. شاهه صاحب کي بہ انهن تعليمي ادارن ۾ پڙهائڻ جو شرف حاصل رهيو. سيد عبدالحسين موسويءَ جي اعلىٰ تعليمي ادارن ۾ هڪ ڪامياب منتظم واري حيثيت کان متاثر ٿي، ڪيس ان وقت سنڌ ۾ قائم ٿيل مسلم اسڪولن جو ڊپٽي ايجوڪيشنل انسپيڪٽر مقرر ڪيو ويو. آخر ۾ ڪراچيءَ جي 'سنڌ مدرسة الاسلام' جو پرنسپال مقرر ٿيو. جتان ڪيس ترقي ڏئي پهرين حيدرآباد ڊويزن ۽ پوءِ سکر ڊويزن جو ايجوڪيشن آفيسر مقرر ڪيو ويو. آخر ۾ انهيءَ عهدي تان 1957ع ۾ رٽائرمينٽ ورتائين. رٽائر ٿيڻ کان پوءِ شاهه صاحب حياتيءَ جا باقي ڏينهن مطالعي ۽ تصنيف و تاليف ۾ گذاريا.

سنڌس تصنيفن ۾: (1) 'تعريف ۽ تقطيع'، (2) 'جاميٽري'،

(3) 'تاريخ اسلام'، (4) 'سڳنڌ'، (5) 'ديوان بيدل'، (6) 'سرهاڻ'، (7) 'ديوان بيڪس'، (8) 'وڪريل وٺون' ڪتاب شامل آهن.

سيد عبدالحسين شاهه موسوي ميرڪ سبحان علي شاهه جي نياڻيءَ سان شادي ڪئي، جنهن مان ڪيس ڪو اولاد ڪو نه ٿيو.

شاهه صاحب 5 شوال 1386ھ بمطابق 17 جنوري 1967ع تي وفات ڪئي.

**سيد عبدالخالق جيلاني**: عالم ۽ بزرگ سيد عبدالخالق، گهوٽڪيءَ جي مشهور بزرگ پير سيد موسيٰ شاهه جو پوٽو سيد دوست محمد جيلانيءَ جو فرزند هو. هو پنهنجي ڏاڏي وانگر ظاهري ۽ باطني ۾ ڪمال رکندو هو. گهڻن ماڻهن ڪانئس فيض حاصل ڪيو. سندس علم جي وڏي هاڪ هوندي هئي، مريدن ۽ طالبن جا وٽس هميشه ميڙ رهندا هئا. پاڻ هميشه ماڻهن کي حق ۽ سچ جي راهه تي هلڻ جي هدايت ۽ تلقين ڪندو هو. ڪيس ديني ڪمن سان گهڻو لڳاءُ هوندو هو. پنهنجي وقت جا وڏا عالم ۽ بزرگ وٽس اچي ديني معاملن ۾ راءِ وٺندا هئا. ڪيترائي طالب وٽس رهي تعليم پڻ حاصل ڪندا هئا.

هن بزرگ جي وفات تي فقير گل محمد قطع تاريخ لکي، جنهن مطابق سندس وفات جو سال 1205ھ/1790ع آهي. سندس مزار گهوٽڪيءَ ۾ جيلاني بزرگن جي وڏي خانقاهه ۾ آهي.

**سيد عبدالرحمان شاهه 'اظهر'**: سيد عبدالرحمان شاهه ولد جان محمد شاهه 12 ڊسمبر 1931ع تي پياري ڳوٺ، تعلقي دادوءَ ۾ جنم ورتو. پرائمري تعليم گورنمينٽ پرائمري اسڪول پياري ڳوٺ مان حاصل ڪيائين. مئٽرڪ پاس ڪيائين. بي. اي ۽ ايم. اي به سنڌ يونيورسٽيءَ مان پاس ڪيائين. 'اظهر' شاعر ۽ اديب آهي. شهيد مخدوم بلاول ۽ شاهه عنايت شهيد صوفي تي سندس مقالا لکيل آهن.

سيد عبدالرحمٰن شاهه انجمن مخدوم بلاول جو جنرل سيڪريٽري ۽ ڳوٺ سڌار سنگت پيارو اسٽيشن جو سرپرستِ اعليٰ به آهي. سندس مشغلو پڙهڻ پڙهائڻ آهي. ٽيچرس ٽريننگ اسڪول دادوءَ ۾ استادن کي تربيت ڏيندو هو. اهو سلسلو سانده ڪيترا سال جاري رکيائين. سندس رهبريءَ ۽ رهنمائيءَ ۾ هزارين استاد ٽريننگ وٺي چڪا آهن. اڄ تائين اهي استاد، جيڪي هن ڪاليج مان پڙهي نڪتا، سي سندس عزت ۽ احترام ڪن ٿا.

**سيد عبدالرحيم شاهه سجاولي**: آزادي تحريڪ جو سرگرم ڪارڪن ۽ عالم سيد حاجي عبدالرحيم شاهه ولد محمد رحيم شاهه، 4 ربيع الاول 1295ھ/ 18 مارچ 1878ع تي سجاول ضلعي ٺٽي ۾ ڄائو. شاهه صاحب مٽياري سيدن جي خاندان مان هو. سيد عبدالرحيم شاهه وارا ٽي ڀائر هئا: سيد هاشم شاهه، سيد عبدالرحيم شاهه ۽ سيد نواز علي شاهه. سندس والد جون ٻه شاديون هيون. سندس ننڍو ڀاءُ ٻيءَ شادي مان هو. سيد محمد رحيم شاهه کي پهريان ڪا وڏي زمينداري نه هئي، پر محنت ۽ ڪفايت شعاري ڪري، هڪ هندو ڀائيي کان 'ٺهرڪي' نالي مڪان تعلقي سجاول ۾ خريد ڪري، ملڪيت وڌائي، ساري زمين هٿ ڪيائين.

ميان محمد رحيم شاهه ٻنهي وڏن پٽن کي ماستر عبدالڪريم مٽيارين واري وٽ پڙهڻ لاءِ ويهاريو. سيد عبدالرحيم شاهه ابتدائي تعليم ماستر عبدالڪريم مٽياريءَ واري کان حاصل ڪرڻ ڪانپوءِ قرآن شريف ۽ فارسيءَ جي تعليم آخوند محمد عثمان ميمڻ جي مڪتب ۾ ورتي. وڌيڪ تعليم لاءِ سندس والد ٻيلي ڳوٺ مان مولوي حامد الله کي لڏائي اچي سجاول ۾ ويهاريو ۽ ڪيس ديني مدرسو کولائي ڏنو جتي عبدالرحيم شاهه ۽ هاشم شاهه پڙهڻ لڳا. 1888ع ۾ سندن والد گذاري ويو، جنهن بعد سندن عزيز ۽ پيڙوئي قادر ڏني شاهه سندن ڪاروبار اچي سنڀاليو ۽ سيد عبدالرحيم شاهه وارن جي تربيت ڪئي. ان بعد هنن ڪجهه وقت زمين سنڀالي، ميان هاشم شاهه ۽ عبدالرحيم شاهه جي وڏي ٿيڻ تي سيد قادر ڏني شاهه زمين سندن حوالي ڪئي.

سيد عبدالرحيم شاهه جي شادي ٺٽي شهر جي بخاري سيدن مان، سيد تاج محمد شاهه جي نياڻيءَ سان 8 مارچ 1901ع ۾ قادرڏني شاهه جي نگرانيءَ ۾ ٿي. قادر ڏني شاهه، ٽنهي ڀائرن کي مائٽاٽي زمين ابتدا کان ورهائي جدا ڪري ڏني هئي.

عبدالرحيم شاهه جو وڏو ڀاءُ سيد هاشم شاهه 54 سالن جي عمر ۾ 26 آڪٽوبر 1918ع تي وفات ڪري ويو. ان ڪري هن تعليم کان فارغ التحصيل ٿيڻ کان پوءِ، پنهنجي ڀاءُ جي يادگيريءَ ۾، سجاول ۾ ذاتي خرچ تي مولانا محمد صادق کڏي واري ۽ مولوي فتح محمد سيوهاڻيءَ جي مشوري سان 'مدرسه هاشميه' قائم ڪيو ۽ ان لاءِ هن 230 ايڪڙ زمين وقف ڪري، ٽرسٽ بورڊ ٺاهي، ان جي حوالي ڪئي. مدرسي لاءِ سيد هاشم شاهه جو عاليشان بنگلو به بورڊ جي حوالي ڪيائين ۽ پوءِ ان جي جاين ۽ ملڪيتن ۾ واڌارو ڪندو ويو. بورڊنگ هائوس، استادن جي رهڻ جون جايون وغيره ٺهرايائين. شهر ۾ هڪ عاليشان جامع مسجد دڪانن سميت ٺهرايائين. مدرسه هاشميه جو بنياد 30 جنوري 1921ع ۾ پيو ۽ جامع مسجد 1925ع ۾ ٺهي تيار ٿي.

سيد عبدالرحيم شاهه سنڌي توڙي فارسيءَ مان بخوبي واقف هو. قرآن شريف با محاوري معنيٰ سان پڙهيل هو. سندس هٿ اکر نهايت سهڻا هئا. نماز، روزي جو پابند هو. اشراق ۽ تهجد نمازون به پڙهندو هو. علم ۽ عالمن سان گهڻي دلچسپي هئس. سندس دسترخوان اهل علم ۽ دوستن وغيره لاءِ هميشه کليل هوندو هو. عام زميندارن وانگر ڪامورن ۽ آفيسرن جي خوشامد کان پري هو. هن جو مولانا محمد صادق کڏي واري، مولوي محمد سليمان ٻنوي ۽ مولوي حڪيم فتح محمد سيوهاڻيءَ جي صحبتي هئڻ ڪري 'جمعية العلماء هند' سان واسطو هو ۽ ساڻن گڏجي خلافت تحريڪ جي ڪيترين ڪانفرنسن ۾ حصو ورتو هئائين. ان ڪري سندس مولانا ڪفايت الله دهلوي، مولوي حسين احمد مدني، مولانا ابوالڪلام آزاد ۽ ٻين هندستان جي عالمن سان گهرا تعلقات

پيدا ٿي چڪا هئا. شيخ عبدالمجيد سنڌيءَ کي 1930ع ۾، بمبئي ڪائونسل تي ميمبر چونڊائڻ ۾ سندس وڏو هٿ هو. شاهه صاحب، حياتيءَ ۾ ڏهه حج ڪيا. مذهب جو پابند هو. دارالعلوم ديوبند جي ترقي پسند ۽ اعتدال پسند عالمن سان واسطو رکندو هو. سندس سرپرستيءَ ۾ شاهبندر سب ڊويزن جي عالمن جي هڪ جماعت ’دارالفتاويٰ‘ قائم ڪئي، جنهن ذريعي هن سنڌ مان معاشي براين ۽ سماجي خرابين کي دور ڪرڻ ۾ نمايان ڪردار ادا ڪيو. 1939ع ۾ جڏهن مولانا عبيدالله سنڌي جلاوطني ختم ڪري سنڌ موٽيو، ته ساڻس گڏجي وطن جي آزاديءَ لاءِ ڪم ڪيائين.

جي. ايم سيد پنهنجي ڪتاب ’جنب گذاريم جن سين‘ ۾، سيد حاجي عبدالرحيم شاهه سان پنهنجن تعلقات جو ذڪر ڪندي لکيو آهي ته ساڻس سندس واسطو جنوري 1925ع ۾ ڪراچي ضلعي زميندار ائسوسيئيشن جي سلسلي ۾ ٿيو هو. جنهن جو بعد ۾ ڪيس صدر چونڊيو ويو. جي. ايم سيد کي 1925ع ۾ ضلعي لوڪل بورڊ جو چيئرمئن چونڊائڻ ۾ عبدالرحيم شاهه سجاوليءَ جو خاص هٿ هو. جي. ايم سيد ساڻس ڪراچي زميندار ائسوسيئيشن جي سيڪريٽري ۽ مدرسه هاشميه جي ٽرسٽيءَ جي حيثيت ۾ ماتحت رهي توڙي اسڪول بورڊ ۽ لوڪل بورڊ ۾ گڏجي ڪم ڪيو. هندستان جي سير وقت به جي. ايم سيد ساڻس اڌ مهينو گڏ هو. ضلعي ڪراچيءَ ۾ بالغن جي تعليم ۽ عام تعليم جي سلسلي ۾ هنهي گڏجي ڪافي ڪم ڪيو.

سيد عبدالرحيم شاهه 2 شعبان 1366ھ مطابق 22 جون 1947ع تي وفات ڪئي.

**سيد عبدالرحيم موسوي:** سيد عبدالرحيم موسوي ولد سيد غلام مرتضيٰ موسوي، 5 آڪٽوبر 1957ع تي سکر ۾ ڄائو. هن ابتدائي



تعليم پراڻي سکر جي مين پرائمري اسڪول مان حاصل ڪئي، ثانوي تعليم لاءِ گورنمينٽ هاءِ اسڪول روهڙيءَ ۾ داخل ٿيو. جتان مئٽرڪ جو امتحان پاس ڪيائين. روهڙيءَ جي سيد عطا حسين شاهه ڊگري ڪاليج مان بي. اي جي ڊگري حاصل ڪيائين. ان ڪانپوءِ پاڻ ڪراچيءَ ۾ سنڌي جو استاد مقرر ٿيو. ملازمت سان گڏ وڌيڪ تعليم حاصل ڪرن لاءِ به ڪوشان رهيو. انهيءَ سلسلي ۾ سنڌ يونيورسٽيءَ مان بين الاقوامي تعلقات جي مضمون ۾ ايم. اي جو امتحان پاس ڪيائين، انڪانسواءِ ايس. ايم لا ڪاليج ڪراچيءَ مان ايل. ايل. بي جي به سند حاصل ڪيائين. شاهه صاحب جي ملازمت وارو هنڌ لياري هجڻ سبب هن هتان جي سياسي، سماجي ۽ ثقافتي حالتن جو تمام ڳوڙهو مشاهدو ۽ احساس ڪيو. اهوئي ڪارڻ هو جو هن لياري ڪميونٽي ڊولپمينٽ پروجيڪٽ ۾ انگريزي سکڻ لاءِ داخلا ورتائين. هن اداري ۾ رهڻ ڪري ڪيس لياريءَ جي مسئلن بابت گهڻي ڄاڻ حاصل ٿي. ان ڪري لياري پروجيڪٽ ڪائونسل جو ميمبر مقرر ٿيڻ سان گڏ ان ڪائونسل جي قائم ڪميٽيءَ جو چيئرمئن به مقرر ٿيو. 1997ع ۾ ڪيس لياري پروجيڪٽ جو صدر چونڊيو ويو. هيءُ سياسي، سماجي ۽ ثقافتي مصروفيتن سان گڏ علم ۽ ادب ڏانهن به متوجهه رهيو. 1992ع کان 1996ع تائين روزاني اخبار ’عوامي آواز‘ ۾ ’رند پروڙين راز‘ عنوان سان ڪالم لکندو رهيو. جنهن ۾ سياسي، سماجي ۽ ثقافتي نوعيت جو مواد پيش ڪندو هو. انهن ڪالمن مان چونڊ ڪري ’رند پروڙين راز‘ عنوان سان ڪتاب ڇپايائين. ان ڪان سواءِ سندس هڪ ٻيو ڪتاب ’سماجي انقلاب‘ به شايع ٿيل آهي.

**سيد عبدالڪريم رضوي، حڪيم:** سيد عبدالڪريم رضوي، ڪلهوڙن جي دؤر جو نامور طبيب ٿي گذريو آهي. سندن مقبوليت کان متاثر ٿي ميان نور محمد ڪلهوڙي 1167ھ/1753ع ۾ ڪيس دربار ۾ وڏي منصب تي مقرر ڪيو. حڪيم الحڪماءِ، حڪيم عبدالفتاح گيلاني هندستان وارو سندس استاد هو. حڪيم عبدالڪريم ميان نور محمد ڪلهوڙي جي وفات ڪان پوءِ دربار ڪان الڳ ٿي پنهنجو مطب کوليو. جتي علاج سان گڏ طبي تصنيفن جو سلسلو به هلائيندو رهيو. سندس تصنيفن مان ’جامع المنافع‘ نالي هڪ قلمي بياض پير جهنڊي جي تاريخي ڪتب خاني ۾ موجود آهي. هن بياض ۾ سنڌ جي عالمن، حڪيمن، بزرگن، بادشاهن توڙي اميرن وزيرن جا سوين طبي نسخا نقل ٿيل آهن. سيد عبدالڪريم رضويءَ جي هڪ بياض جو قلمي نسخو نامور شاعر ۽ حڪيم نياز همايونيءَ کي هٿ آيو. جيڪو هن سنڌي ادبي بورڊ ڄامشوري جي حوالي ڪيو هو. سيد عبدالڪريم جي شاگردن مان حڪيم محمد بکري مشهور حڪيم ٿي گذريو آهي. سيد عبدالڪريم رضويءَ جو ذڪر علي شير قانع جي ڪتاب ’تحفة الڪرام‘ سميت پير حسام الدين راشديءَ جي مختلف ڪتابن ۾ ملي ٿو.

**سيد عبداللطيف بخاري:** سيد عبداللطيف شاهه ولد سيد عبدالرزاق شاهه بخاريءَ جا وڏا اچ شريف جا هئا. جتان لڏي اچي ٺٽي ۾ ويٺا. اڳتي هلي سيد عبداللطيف بخاريءَ سيوهڻ اچي وسايو. جهانگير بادشاهه هن بزرگ تي ڏاڍو راضي ٿيو. ڪيس شاهي خزاني مان ڪافي ڪجهه ڏنائين ۽ ديهه ڪڇي تعلقي سيوهڻ ۾ جاگير به ڏنائين. هي سيد صاحب ذاتي بزرگي ۽ سهڻين صفتن جي ڪري وقت جي بزرگن ۾ شامل رهيو آهي. مير علي شير قانع ٺٽوي هن بزرگ جي ناناڻڪي نک مان هو. جنهن هن سيد جو احوال پنهنجي ڪتاب تحفة الڪرام ۾ تحرير ڪيو آهي.

**سيد عبدالله شاهه:** مشهور سياستدان ۽ سنڌ جي اڳوڻي وڏي وزير سيد عبدالله شاهه، 1934ع ۾ تعلقي سيوهڻ جي ڳوٺ باجارا ۾ مشهور زميندار سيد مراد علي شاهه جي گهر ۾ جنم ورتو. ابتدائي تعليم باجارا ۾ ورتائين. جڏهن ته مئٽرڪ گورنمينٽ پائلٽ هاءِ اسڪول دادوءَ مان ڪيائين. وڌيڪ تعليم لاءِ لاهور ويو. جتان بي. ايس. سي پاس ڪري

بعد ۾ ڪراچيءَ ۾ ايل. ايل. بي ڪرڻ بعد وڪالت شروع ڪيائين. انهن ڏينهن ۾ سندس خاندان باجارا مان لڏي پاڻ سيدآباد لڳ واهڙ ڳوٺ ۾ اچي ويلو جتي پوءِ اهو ڳوٺ سندس والد مراد علي شاهه جي نالي سان مشهور ٿيو.



سيد عبدالله شاهه، شجاع محمد راهپوٽي جي سهڪار ۽ صلاح سان سياست ۾ 1964ع ڌاري داخل ٿيو ۽ 1965ع ۾ بوبڪ يونين ڪائونسل جو چيئرمئن چونڊيو. پنهنجي علائقي ۾ ترقياتي ڪم ڪرائڻ جي ڪري عوام ۾ مقبوليت حاصل ڪيائين. 1970ع ۾ پيپلز پارٽيءَ ۾ شموليت ڪيائين ۽ ملڪي سطح تي ٻيو نمبر گھڻا ووٽ کڻي ڪامياب ٿيو. کيس سنڌ اسيمبليءَ جو ڊپٽي اسپيڪر چونڊيو ويو. جنوري 1973ع ۾ خوراڪ، زراعت ۽ باهمي امداد کاتن جو وزير ٿيو. ذوالفقار علي ڀٽي جي شهادت کانپوءِ هن جا پيپلز پارٽيءَ سان اختلاف ٿيا. ايم. آر. ڊي جي تحريڪ ۾ هن پنهنجو ڀرپور ڪردار ادا ڪيو. 1985ع ۾ آزاد اميدوار جي حيثيت ۾ صوبائي ٽڪ تان سيد ڪوڙل شاهه سان مقابلو ڪيائين، پر ڪامياب ٿي نه سگھيو. 1988ع ۾ ٻيهر پيپلز پارٽيءَ ۾ شامل ٿيو ۽ ايم. پي. اي جي سيٽ تي ڪامياب ٿيو. 1988ع ۾ سنڌ اسيمبليءَ جو اسپيڪر چونڊيو جڏهن ته 1990ع ۾ سينيٽر چونڊيو ويو. 1993ع ۾ هن ايم. اين. اي جي ٽڪيٽ لاءِ درخواست ڏني، پر پارٽي قيادت اها رد ڪري، کيس ايم. پي. اي جي سيٽ لاءِ ٽڪيٽ ڏني ۽ ڪاميابيءَ کانپوءِ کيس سنڌ جو وڏو وزير مقرر ڪيو ويو. هن وڏوزارت دوران ڪافي ترقياتي ڪم ڪيا. کيس پڙهيل ڳڙهيل وزيراعليٰ طور ياد ڪيو وڃي ٿو. هن پنهنجي دور ۾ جيسلمير ۽ جهونا ڳڙهه، سنڌ حوالي ڪرڻ جي گھر ڪئي، اهي ماضيءَ ۾ سنڌ جو حصو آهن. هن ڪيٽي بندر جي ٻيهر اڏاوت ۽ ٿر جي ڪوئلي بابت ملڪي تاريخ جي سڀ کان وڏي پراجيڪٽ جي پيڙهه جو پٿر رکيو هن جا پارٽيءَ جي ساٿين سان گڏ مخالفن سان به سٺا ذاتي لاڳاپا هئا. فنڪشنل ليگ جو اڳوڻو سربراهه سيد شاهه مردان شاهه پير پاڳارو کيس 'لڪياريءَ جو لعل' سڏيندو هو.

سندس وڏوزارت دوران ڪراچيءَ ۾ دهشتگردن خلاف آپريشن ٿيو. ردعمل ۾ دهشتگردن سندس ڀاءُ سيد احسان علي شاهه کي شهيد ڪري ڇڏيو. هن جي دور ۾ شهيد ذوالفقار علي ڀٽي جو موبي پٽ مير مرتضيٰ ڀٽو ڪراچيءَ جي ڪلفٽن واري علائقي ۾ ستن ساٿين سميت شهيد ٿيو. ان واقعي کانپوءِ هن پنهنجي استعيفا ان وقت جي وزيراعظم محترمه بينظير ڀٽو کي موڪلي ڏني، جيڪا هُن رد ڪري کيس پنهنجون ذميواريون جاري رکڻ جي هدايت ڪئي. ستت ئي صدر فاروق لغاري اسيمبليون ٽوڙي پيپلز پارٽيءَ جي حڪومت ختم ڪئي. هن تي به ڪيترا ڪيس داخل ٿيا. 10 سال ملڪ کان ٻاهر آمريڪا ۾ رهيو ۽ 2007ع ۾ سندس 20 ڪيسن ۾ گرفتاريءَ کان اڳ ضمانت منظور ٿي.

سيد عبدالله شاهه، ڪينسر جي موذي مرض ۾، 14 اپريل 2007ع ۾ 72 سالن جي ڄمار ۾ وفات ڪئي. کيس به پٽ سيد مراد علي شاهه ۽ سيد سجاد علي شاهه آهن. سيد مراد علي شاهه، 2008 وارين چونڊن ۾ ڪاميابيءَ بعد سنڌ ڪابينا ۾ ناڻي، روينيو ۽ آبپاشي کاتن جو وزير ٿيو. تازو کيس 2013ع وارين چونڊن کانپوءِ نئين صوبائي ڪابينا ۾ ناڻي کاتي جو صلاحڪار مقرر ڪيو ويو آهي.

**سيد عبدالله شاهه اصحابي:** سنڌ جي هن ڪامل بزرگ جو اصل نالو عبدالله شاهه حسني هو سندس مزار مڪليءَ جي قبرستان، ضلعي ٺٽي ۾ آهي. سندن سلسلہ نسب حضرت عبدالقادر جيلانيءَ سان ملي ٿو. مؤرخن جي راءِ سان هن اويسي طريقي سان نبي ڪريم صلي الله عليہ وسلم جي زيارت ڪئي هئي، جنهنڪري کيس 'اصحابي' سڏبو آهي. هي بزرگ سنڌ ۾ مرزا شاهه بيگ ارغون جي حڪومتي دور ۾ آيو ۽ ساڻس گڏ سيد منبهه، سيد ڪمال ۽ سيد جمال به آيا. پاڻ گھڻو وقت گوشي نشينيءَ ۾ گذاريائين، جنهنڪري ماڻهن کان پري رهڻ لاءِ مڪليءَ کي پنهنجو آستانو بڻايائين.



سيد عبدالله شاهه اصحابيءَ جي درگاهه جو ڏيک

سيد عبدالله شاهه اصحابي زندگيءَ جو گھڻو وقت ياد الاهي ۽ عبادت الاهيءَ ۾ صرف ڪرڻ لاءِ ئي گوشہ نشيني اختيار ڪئي. عبادت الاهيءَ جي ذوق ۽ شوق سبب شادي به نه ڪيائين ۽ مجردانہ زندگي بسر ڪيائين. زندگيءَ جي آخري ڏينهن تائين مڪليءَ تي ئي رهيو.

مؤرخن جا سندس وفات جي تاريخ بابت اختلاف آهن. پر عبدالله شاهه اصحابيءَ جي مزار پرسان هڪ پراڻي مسجد آهي، جنهن تي 1682ع جو سن لکيل آهي، ان ڪري اڪثر تذڪري نگارن جو خيال آهي ته سندن وفات 17 صفر 1093هه بمطابق 15 فبروري 1682ع تي ٿي هئي. تحفة الڪرام ۾ لکيل آهي ته: ”ڪافي سال گذري وڃڻ ڪري شروع ۾ سندن مدفن واري جاءِ ختم ٿيڻ کي وڃي پهتي هئي ته هڪ بزرگ حافظ الله گجراتيءَ کي

غوث اعظم عبدالقادر جيلانيءَ طرفان باطني حڪم ٿيو ته ٺٽي پهچي سيد عبدالله شاهه جي مزار کي ظاهر ڪري ۽ ان جي مرمت وغيره ڪرائي. انهيءَ ڪري شاهه حافظ الله گجراتي پنهنجي ٻن مريدن شيخ محمد يعقوب ۽ خليفي ابوالبرڪات کي ساڻ وٺي ٺٽي آيو ۽ ٺٽي ۾ موجود هڪ بزرگ سيد علي ثاني شيرازيءَ کي غوث صاحب جو حڪم ٻڌايائين ۽ ان حڪم جي پيروي ڪيائين. ان ڪانپوءِ 1931ع ۾ هن بزرگ جي مقبري کي جديد بنيادن تي جوڙيو ويو. هاڻي انهيءَ مقبري تي وڏيڪ ڪم پڻ ٿيو آهي.“

**سيد عبدالله شاهه غازي:** هن جو نالو سيد عبدالله ۽ لقب ’الاشتر‘ آهي. سندس والد جو نالو سيد محمد نفس ذڪيه ۽ ڏاڏي جو نالو سيد عبدالله هو. پنجين پيڙهيءَ ۾ سندس سلسلو حضرت علي عليه السلام سان ملي ٿو. سيد صاحب جي ولادت مديني ۾ 98هه/ 716ع ۾ ٿي. سندس تعليم ۽ تربيت والد وٽ ٿي. ڪيس ’حديث‘ جي اڪابرين ۾ شامل ڪيو وڃي ٿو. سندس مزار ڪلفٽن ويجهو سمنڊ جي ڪناري تي ڪراچيءَ ۾ آهي.


درگاهه عبدالله شاهه غازي.

ٻيءَ صدي هجريءَ ۾ بنو اميه جي حڪومت هئي، تڏهن عباسين جي خلاف خروج ڪندي، سن 138هه/ 755ع ۾ سيد محمد ’نفس ذڪيه‘ عرب مان نڪرڻ جو فيصلو ڪيو ۽ خلافت جي دعوت جو آغاز ڪيو. سيد نفس ذڪيه پنهنجي ڀاءُ ابراهيم کي بصري روانو ڪيو. ان ئي دؤر ۾ والد جي حڪم تي سيد عبدالله به مدينو ڇڏي بصري روانو ٿيو جتان پوءِ هو پنهنجي وطن کي هميشه لاءِ ڇڏي اچي سنڌ نڪتو ڪجهه لکندڙن جو خيال آهي ته هو خلافت جي دعوت جي حوالي سان سنڌ ۾ آيو هو. ڪن مؤرخن جو خيال آهي ته سيد عبدالله شاهه اسلام جي تبليغ جي سلسلي ۾ سنڌ ۾ آيو ۽ سوين ماڻهن کي اسلام جي دائري ۾ آندائين. سنڌ ۾ هن جي آمد خليفي منصور عباسيءَ جي دؤر ۾ ٿي. هن ملڪ ۾ جيڪي اوائلي سادات پهتا، سيد عبدالله شاهه جو شمار انهن ۾ ٿئي ٿو.

سيد عبدالله شاهه غازيءَ جا سوانح نگار هن راءِ جا آهن ته يا ته هو اصحابي هو يا وري ڪيس تابعي هجڻ جو اعزاز حاصل هو. ڪجهه لکندڙن سيد صاحب کي تبع تابعي به سڏيو آهي. سيد صاحب جي شهادت جو واقعو ڪجهه هن طرح پيش آيو جڏهن عمر بن حفص سنڌ جي گورنريءَ تان معزول ٿيو. تڏهن هشام بن عمرو سنڌ جو گورنر مقرر ٿيو. هشام جي ڀاءُ سفيح بن عمروءَ جو سيد عبدالله شاهه جي لشڪر سان تصادم ٿيو. سيد صاحب سندس لشڪر سان پنهنجن مريدن سان گڏ سنڌو درياهه جي ڪناري سان، هڪ ميدان تي وڏي ويڙهه دوران 151هه ۾ شهيد ٿي ويو. سندس مريدن همت ڪري سندس لاش کي آڻي سمنڊ ڪناري ’ڪلفٽن‘ وٽ هڪ ٽڪريءَ تي ان ريت دفن ڪيو. جو سندس مخالفن کي ان جي خبر نه پوي. گهڻو عرصو پوءِ سندس مزار تي مقبري ۽ درگاهه جي تعمير ٿي. سيد عبدالله شاهه بابت هيءَ تحقيق مولانا محمد اقبال نعيمي صاحب پيش ڪئي آهي (تذڪره اولياءِ سنڌهه، ص 108-109، ڪراچي 1987ع).

سيد عبدالله شاهه جو ڪجهه احوال مولائي شيدائي (جنت السنڌ) ڪتاب ۾ ڪنهن طرح مختلف انداز سان ڏنو آهي. هو لکي ٿو ته سنڌ ۾ اوائلي شيعت جو عبدالله شاهه به هڪ مکيه ڪردار آهي. مولائي مرحوم البت سندس مزار ۽ مقبري بابت خاموش آهي. مولانا عبدالحليم شرر پنهنجي ڪتاب (سنڌ جي تاريخ، سنڌي ترجمو: اشرف علي سمون، شڪارپور: 2005ع) ۾ پڻ عبدالله الاشتر جي سنڌ ۾ سرگرمين ۽ شهادت جو مفصل ذڪر ڪيو آهي.

دلچسپ حقيقت هيءَ آهي ته سنڌ ۾ لکيل اسلامي دؤر جي تاريخي ماخذن ۽ اوليائن بابت لکيل تذڪرن ۾ سيد عبدالله شاهه غازيءَ جو ذڪر نه ٿو ملي.

ڊاڪٽر عمر بن محمد دائودپوٽي ’چچ نامه‘ (فارسي، ص: 255) جي حاشين ۾ لکيو آهي ته، عبيدالله بن نبهان، جنهن کي حجاج، بديل بن طهفة البجليءَ کان اڳ، ديبل تي چاڙهي موڪليو هو. هيءَ مزار ان بزرگ جي آهي. ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ جنهن پوءِ هن موضوع تي وڌيڪ تحقيق ڪئي، سو ڊاڪٽر دائودپوٽي جي راءِ سان اختلاف ڪري ٿو. هو لکي ٿو ته ٽين صدي هجريءَ جي عرب مؤرخ بلاذريءَ موجب، بديل بن طهفة جي قبر موجود هئي ۽ نه عبيدالله بن نبهان جي. ٻيو ته ڪلفٽن واري موجوده مزار عبدالله شاهه بخاريءَ طرف منسوب آهي ۽ سنڌ اندر بُخاري سيدن جي آمد جو زمانو ڪافي پوءِ جو آهي (چچ نامو، ص: 387- 388). سنڌ جي هڪ ٻئي نامور عالم ڊاڪٽر ممتاز پٺاڻ ’تاريخ سنڌ- عرب دؤر‘ ۾ سيد عبدالله جو ذڪر ڪيو آهي. پاڻ لکي ٿو ته: سنڌ ۾ شيعت جو اثر عباسي خليفي المنصور جي دور ۾ پهتو. ان دور ۾ عبدالله بن الاشتر الحسيني سنڌ ۾ گهوڙن جي واپاريءَ جي روپ ۾ پهتو. سنڌ جي گورنر عمر بن حفص المهلبيءَ ڪيس پناهه ڏني ۽ خدمت چاڪري ڪئي. ان ڪري خليفي ناراض ٿي عمرو کي آفريڪا بدلي ڪيو ۽ هشام بن عمرو التغلبيءَ کي سنڌ جو حاڪم ڪري موڪليو.

هشام اچڻ شرط عبدالله بن الاشتر کي مارائي ڇڏيو.

علم ۽ تحقيق جي تقاضا آهي ته، سيد عبدالله شاهه غازيءَ بابت، سيني رُخن کان کوجنا ڪري حقيقتن کي نروار ڪجي. جي. ڊبليو سمٿ ’سنڌ گزيٽيئر-ڪراچي ضلعو‘ سال 1919ع ۾ ڇپرائي نروار ڪئي. ان ۾ ڪلفٽن جي مزار ۽ مقبري جو ذڪر ڪونهي. شايد هي تعميرات قيام پاڪستان کان پوءِ جي آهي.

**سيد عبدالوهاب شاهه جيلاني:** سيد عبدالوهاب شاهه، سنڌ جو مشهور بزرگ ۽ عارف ٿي گذريو آهي. سندس تعلق جيلاني ساداتن سان هو. پاڻ وقت جي مشهور بزرگ ۽ جيد عالم سيد احمد شاهه جو فرزند هو. ننڍيءَ عمر ۾ ئي عربي، سنڌي ۽ فارسيءَ تي عبور حاصل ڪري ورتائين. سندس طريقو قادري هو ۽ 20 سالن تائين پيري مريديءَ واري سلسلي سان لاڳاپيل رهيو. ان کانپوءِ دنيا کان منهن موڙي، تارڪ ٿي، جبلن جي اوٽ ۾ ياد الاهيءَ ۾ مشغول ٿي ويو.



درگاهه سيد عبدالوهاب شاهه جيلاني

سيد عبدالوهاب شاهه جيلاني، شريعت جو پابند هو. ست حج به ڪيائين. وقت جو عالم ۽ مفتي هو. ڪيترين فتوائون به جاري ڪيائين. 80 ورهين جي عمر ۾ وفات ڪيائين.

سندس مزار پڪي قلعي لڳ مولا عليءَ جي قدمن سان گڏ حيدرآباد ۾ آهي، جتي هر سال 26، 27 ۽ 28 ربيع الثانيءَ تي ميلو لڳندو آهي.

**سيد عزت علي شاهه:** سيد عزت علي شاهه ولد سيد موتيل شاهه سيوهڻ جي سبزواري ساداتن مان هو. هو پنهنجي والد جي نقش قدم تي هلندي هر مهيني جي ايڪهين تاريخ خيرات ڪندو هو. غريبن، يتيمن ۽ بيواهن جي مدد ڪندو هو ۽ انهن سان همدردي ڪندو هو. درگاهه قلندر لعل شهباز تي روزانو رات جو حاضري ڀريندو هو ۽ خدمت به ڪندو هو. سيد عزت علي شاهه عملي طور تي سياست کان پري رهيو، پر وڏن سياستدانن جا ميڙاڪا متل رهندا هئا. سنڌ جو اڳوڻو وڏو وزير سيد عبدالله شاهه سندس عزيز هو. حڪيم مخدوم محمد مراد صديقيءَ سان سندس ويجهڙائپ هئي. سندس مريدن ۽ عقيدتمندن جو وڏو حلقو هو. اڪثر ’ٻلال‘ قبيلي جا ماڻهو سندس مريد آهن. پاڻ تعليم يافته هو ۽ نوجوان نسل کي تعليم لاءِ همٿائيندو رهندو هو نه صرف ايترو پر پنهنجي وس آهر ڪوششون وٺي مسڪين ۽ بيروزگار نوجوانن کي نوڪريون به وٺرائي ڏيندو هو.

**سيد عطا حسين شاهه موسوي:** سيد عطا حسين ولد سيد ويڙل شاهه موسوي 1898ع ڏاري روهڙي ۾ پيدا ٿيو. هن ابتدائي تعليم روهڙيءَ مان حاصل ڪئي. 1917ع ۾ سنڌ مدرسي ڪراچيءَ مان مئٽرڪ ۽ 1921ع ۾ بي. اي پاس ڪيائين. انهيءَ سال ڪيس شڪارپور هاءِ اسڪول جو استاد مقرر ڪيو ويو.



1923ع ۾ هن بمبئيءَ مان بي. ٽي جو امتحان پاس ڪيو. ان کانپوءِ هي نوشهري مدرسي ۾ استاد مقرر ٿيو. ڪجهه وقت کانپوءِ نور محمد هاءِ اسڪول حيدرآباد جي بورڊنگ هائوس جو سپرنٽينڊنٽ ۽ گورنمينٽ هاءِ اسڪول حيدرآباد جو استاد ٿي رهيو. ان کانپوءِ ميرپورخاص هاءِ اسڪول ۾ 1927ع ڌاري هيڊماسٽر مقرر ٿيو. ان دوران هن عليگڙهه يونيورسٽيءَ مان ايم. اي جو امتحان پاس ڪيو. ان کانپوءِ هن کي ڪجهه وقت لاءِ مُلا اسڪولن جو ڊپٽي ايجوڪيشنل انسپيڪٽر مقرر ڪيو ويو. 1929ع ۾ ضلعي ٿرپارڪر جي اسڪولن جو ائڊمنسٽريٽو آفيسر مقرر ٿيو. 1941ع ۾ ڪيس اتر سنڌ جي اسڪولن جو اسسٽنٽ ايجوڪيشنل انسپيڪٽر مقرر ڪيو ويو. 1947ع ۾ ڪيس زميندار ڇوڪرن جي اسڪولن لاءِ ڊائريڪٽر ڪري رکيو ويو. 1950ع ۾ ڪيس سنڌ جو ڊپٽي ڊائريڪٽر اسڪولس مقرر ڪيو ويو، جنهن عهدي تان 1953ع ۾ رٽائر ٿيو.

سيد عطا حسين شاهه جي باري ۾ ’جي. ايم سيد‘ پنهنجي ڪتاب ’جنب گذاريم جن سين‘ ۾ لکي ٿو ته: هن جتي به نوڪري ڪئي ته ان حد جي زميندار ۽ زيردستن سان دوستانا تعلقات قائم ڪيا، جيڪي زندگيءَ جي آخردم تائين رهيا. ترجي ماڻهن جون وس آهر خدمتون سرانجام ڏنائين.

سيد عطا حسين شاهه ڪيترا ڪتاب پڻ تصنيف ڪيا، جن ۾: (1) ’ڪچ ڪوڏيون‘ ۽ (2) پير ميان صاحبڏني شاهه بلڙيءَ واري جي ڪافين جو ڪتاب قابل ذڪر آهن.

سيد عطا حسين شاهه جون 1966ع ۾ وفات ڪئي. سندس ٻه فرزند سيد شفقت حسين شاهه موسوي ۽ سيد امداد حسين شاهه هئا، جن مان سيد شفقت حسين شاهه سنڌ اسيمبليءَ جو 1953ع ۾ ميمبر چونڊيو ۽ پارليامينٽري سيڪريٽري پڻ رهيو.

**سيد علي:** سيد علي، ثلث، طغريٰ ۽ نستعليق جي طرزن جي خطاطيءَ جو استاد ڪاريگر هو. سيد علي 1097هه/ 1686ع کان 1111هه/ 1699ع تائين ٺٽي ۾ خطاطيءَ واري هنر ۾ مشغول رهيو. مير علي شير قانع ٺٽويءَ

جي بيان مطابق خطاطيءَ ۾ ڇهن طرزن جو ماهر خطاط هو ۽ اورنگزيب جي حڪمراني وارن ڏينهن تائين زنده رهيو. سندس صحيح سان خطاطيءَ جو نمونو، جنهن تي 1114هه/ 3-1702ع جي تاريخ لکيل آهي، جامع مسجد ٺٽي ۾ موجود آهي. ٺٽي جي جامع مسجد اورنگزيب جي زماني ۾ تعمير ٿي هئي. هيءَ مخدوم الياس جو شاگرد هو. پاڻ عام طور صحيح سعيد عليءَ جي نالي سان ڪندو هو. شاهي مسجد ۾ هن پنهنجي صحيح ۾ سعيد علي بن عبدالقدوس لکيو آهي.

**سيد علي (ثاني)**: سيد علي ثاني ارغوني دور جو وڏي ۾ وڏو پير، جيد عالم ۽ وڏي اثر ۽ اقتدار جو صاحب ٿي گذريو آهي. ارغوني ۽ ترخاني دور ۾ ڪو به وڏو واقعو ٿيندو هو ته خود حڪومت ڏانهنس رجوع ڪندي هئي. هي عالم، اديب، شاعر 889هه/ 1485ع ۾ پيدا ٿيو. سندس هڪ ڏوهيڙو 'معارف الانوار' ۾ آيل آهي. پاڻ سماع جو بيحد شوقين هو. شريعت جي صاحبن جي منع باوجود جماعت ساڻ ڪري مڪليءَ جي مزارن تي سماع جون محفلون منعقد ڪرائيندو هو. 'ترخان نامه' ۾ آيل آهي ته جڏهن اڪبر عمرڪوٽ ۾ ڄائو تڏهن ڪيس جيڪو پهريون چولو پارايو ويو، سو برڪت خاطر سيد علي ثانيءَ جي پهراڻ مان ٽڪر ڦاڙي سبيو ويو هو. سيد علي ثاني مخدوم اجر کان فيض پرايو ۽ مخدوم نوح جو مريد بڻيو. سندس پٽ سيد جلال مرزا محمد صالح بن عيسيٰ ترخان جو ڄاٽو هو. سيد علي ثاني، فارسي، عربي ۽ سنڌي زبان جو وڏو عالم هو. عربيءَ ۾ 'آداب المريدين' نالي ڪتاب لکيائين. 'معارف الانوار' ۾ سندس بيت شامل آهي، جيڪو نموني طور هتي پيش ڪجي ٿو:

سرتين سانگ سکن جو مون کي رويو رهائين،
آءٌ تي هلان هوت ڏي، هو ٿيون واريو ويهارين،
وريتيون ورن سين، ويٺيون گهر گهارين،
کهندا ٿيون ڪارين، ڪان نه هلندي هوت ڏي.

سيد علي ثاني 981هه/ 1573ع ۾ وفات ڪئي. سندس مزار مڪليءَ ۾ آهي.

**سيد علي اڪبر شاهه**: سيد علي اڪبر شاهه، 2 فبروري 1901ع تي ميهڙ ضلعي دادوءَ ۾، سيد احمد شاهه جي گهر ۾ جنم ورتو. پاڻ



پرائمري تعليم جا چار درجا پرائمري اسڪول ميهڙ ۾ پڙهيو ۽ هاءِ اسڪول ۾ صرف ٽي درجا انگريزي پڙهيو. فارسي تعليم ۽ ناظره قرآن پاڪ مولوي عبدالوهاب ڪنير ڳوٺ گاهي مهيسر واري وٽ پڙهيو ۽ عربي صرف و نحو ۽ قرآني تعليم مولانا عبدالڪريم ديرويءَ کان حاصل ڪيائين. جنهن بعد ميهڙ جامع مسجد جو امام ۽ خطيب مقرر ٿيو. جتي هن 'مدرسه عربيه اڪبريه دارالقرآن' جو بنياد وڌو. هن معاشري مان غلط رسمن جي پاڙ پٽڻ لاءِ ميهڙ ۾ 'انجمن اصلاح رسوم' قائم ڪئي. ان کانسواءِ نوجوانن لاءِ 'ينگ مسلم ايسوسيئيشن' جو قيام عمل ۾ آندو ۽ مدرسي ۾ بالغن لاءِ نائيٽ اسڪول پڻ قائم ڪيو ان سان گڏ هڪ لائبرري به قائم ڪئي، جنهن مان ميهڙ شهروارن کي وڏو فائدو رسيو.

سيد علي اڪبر شاهه سياست ۾ به ڀرپور حصو ورتو. خلافت تحريڪ ۾ زور شور سان شرڪت ڪيائين. ميهڙ لاءِ خلافت جو ڪنوينر مقرر ٿيو. 1940ع ۾ مسلم ليگ ۾ شموليت اختيار ڪيائين. تحريڪ پاڪستان ۾ سرگرميءَ سان حصو ورتائين. ڪيس آل انڊيا مسلم ليگ جي ورڪنگ ڪميٽيءَ جو ميمبر بڻايو ويو، جنهن ۾ مسلم ليگ جا وڏا ليڊر: لياقت علي خان، نواب بهادر يارجنگ ۽ علامه شبيراحمد عثماني پڻ شامل هئا. بعد ۾ ڪيس سنڌ مسلم ليگ جو صدر بڻايو ويو. مسلم ليگ جي پليٽفارم تان 1945ع ۾ اليڪشن وڙهيو. سندس حمايت ۾ جواهرلعل نهرو اچي علائقي جو دورو ڪيو ۽ سندس ورڪ ڪئي، پر شاهه صاحب ڪيس زبردست شڪست ڏني. ان اليڪشن ۾ پوري برصغير ۾ وڌ ۾ وڌ ووٽ سيد علي اڪبر شاهه کي مليا.

47-1946ع ۾ سيد علي اڪبر شاهه سموري برصغير جا دورا ڪيا ۽ قائداعظم سان گڏجي ڪم ڪيو. جڏهن پاڻ اسيمبليءَ جو ميمبر منتخب ٿيو ته ڪيس هڪ هزار روپيا وظيفو ملندو هو، جهن مان چار سئو روپيه غريب شاگردن ۾ ورهائيندو هو ۽ ٽي سئو روپيا تاج ڪمپنيءَ کي قرآن مجيد جي ڇپائيءَ لاءِ ڏيندو هو. باقي ٽي سو روپيه پنهنجي ذاتي خرچ لاءِ رکندو هو. اسيمبلي ميمبر هجڻ دوران هن تعليمي، اصلاحي ۽ غريبن لاءِ ڀلائيءَ جا ڪيترا بل پاس ڪرايا. پاڻ سنڌ يونيورسٽي سنڊيڪيٽ جو ميمبر ۽ اسلامي شعبي جو پهريون اعزازي سربراهه رهيو. عربي ٻوليءَ کي فروغ ڏيڻ لاءِ حيدرآباد ۾ تلڪ چاڙهيءَ وٽ عاليشان ادارو 'جامعه عربيه' جو بنياد وڌائين، جيڪو اڄ به هاءِ اسڪول جي صورت ۾ قائم آهي. هر سال ٻه درجا پاس ڪيا ويندا هئا ۽ ٽن سالن ۾ مئٽرڪ پاس ڪئي ويندي هئي. سيد علي اڪبر شاهه 'آل پاڪستان ايجوڪيشن ڪانفرنس' جو اهتمام ڪيو. 1940ع ۾ حيدرآباد ۾ 'آل سنڌ عربي ايجوڪيشن ڪانفرنس' ڪوٺايائين. ڪراچي 'دارالاشاعت ۽ دارالطباعت' قائم ڪيائين. شاهه صاحب شعله بيان مقرر هو. سندس تقرير ۾ وڏو اثر هوندو هو. هڪ ڀيري مسجد جي تعمير لاءِ تقرير دوران هڪ شخص (آخوند عبداللطيف) هڪ لک روپيه عطيو ڏنو. قائداعظم سندس تقرير کي ڏاڍو پسند ڪندو هو.

شاهه صاحب سڄي زندگي زهد، تقويٰ ۽ انڪساريءَ ۾ گذاري. پاڪستان قائم ٿيڻ کانپوءِ شاهه صاحب جي سڄي زندگي تبليغ ۽ ديني خدمتن ۾ گذري. هن ڪيترن مشاعرن ۽ ادبي ڪانفرنس ۾ صدارت ڪئي. پاڻ شاعري به ڪندو هو.

سيد علي اڪبر شاهه 22 جون 1971ع تي وفات ڪئي. هن فقير طبع انسان وفات وقت پويان ڪا به ذاتي ملڪيت نه ڇڏي هئي.

**سيد علي اڪبر شاهه** (ثاني): شاعر سيد علي اڪبر شاهه ولد سيد مير جان الله شاهه (ثالث) 1861ع ۾ تعلقي روهڙي، ضلعي سکر ۾ ڄائو. هي شاهه عنايت شهيد جي خليفي مير جان الله شاهه (اول) جي اولاد مان هو ۽ ساڳيءَ درگاهه جو سجاده نشين پڻ هو. ڪيترائي هندو ۽ مسلمان سندس معتقد هئا. سنڌي، سرائيڪي، پارسي ۽ اردو ٻولي جو شاعر هو. هن 11 جون 1923ع تي وفات ڪئي.

**سيد علي انور شاهه 'اجمل'**: مشهور شاعر سيد علي انور شاهه 'اجمل' پهرين اپريل 1939ع تي سيد غلام مصطفيٰ شاهه جي گهر، بهادرپور، تعلقي خيرپور ناٿن شاهه ۾ ڄائو. هن ابتدائي تعليم گورنمينٽ پرائمري اسڪول گوزي مان 1950ع ۾ حاصل ڪئي. ميٽرڪ گورنمينٽ هاءِ اسڪول ميهڙ مان 1959ع ۾ ڪيائين، انٽر جامعه عربيه حيدرآباد مان 1963ع ۾، بي. اي سچل سرمست ڪاليج حيدرآباد مان 1966ع ۾ ۽ ايم. اي (سنڌي ادب) 1968ع ۾ سنڌ يونيورسٽيءَ مان حاصل ڪئي.



سيد علي انور شاهه 'اجمل' ملازمت جي شروعات پهرين آڪٽوبر 1964ع تي گورنمينٽ مڊل اسڪول لطيف آباد 6 ۾ اسسٽنٽ ٽيچر طور ڪئي. 1967ع ۾ بدلي ٿي گوزي ۾ آيو، جتي هن زندگيءَ جو گهڻو حصو نوڪري ڪئي، خيرپورناٿن شاهه تعلقي جو ايس. ڊي. اي. او به ٿيو. 1997ع ۾ گورنمينٽ برانچ هاءِ اسڪول سهراب ٻگهيي ۾ هيڊماستر ٿي رهيو، جتي پهرين اپريل 1999ع تي رٽاير ٿيو.

سيد علي انور شاهه 'اجمل' لکڻ جي شروعات 1959ع کان ڪئي. سندس شاعريءَ جو استاد خيرپور ناٿن شاهه جو رهاڪو حڪيم محمد صادق 'طالب' عباسي هو، جيڪو پنهنجي دور جو قادر الڪلام شاعر ٿي گذريو آهي، هن خيرپور مان 'تحفه خيرپورناٿن شاهه' نالي سان هڪ ڪتاب ڇپرايو، جنهن ۾ سندس ڪلام به شامل آهي. سيد علي انور شاهه غزل جو شاعر آهي. سندس غزل ۾ حسن ۽ عشق جا نت نوان موضوع ۽ خوبصورت تمثيلون ۽ استعارا ملن ٿا.

سيد علي انور شاهه 'اجمل' دادن فقير، استاد بخاري، احمد خان آصف ۽ غلام حسين مشتاق سُڃاڙويءَ کان متاثر آهي. پنهنجي ضلعي سميت سيوهڻ، حيدرآباد ۽ ڪراچيءَ جي اڪثر مشاعرن ۽ ميڙاڪن ۾ شعر پڙهندو رهيو آهي. سندس رهائش شهباز ڪالوني خيرپورناٿن شاهه ۾ آهي.

**سيد علي بڪري**: سيد علي بن محمد بدرالدين بن محمد صدرالدين بن محمد بڪري، 25 شعبان 630/ 6 جون 1333ع تي بڪر ضلعي سکر ۾ ڄائو. هن مذهبي تعليم بکر مان حاصل ڪئي ۽ اتي ئي سندس تربيت ٿي. هن ٽيهن سالن جي عمر ۾ ملتان جو سفر ڪيو، اتي سيد شمس الدين حسين ۽ شيخ ابوالفتح رڪن الدين ملتانيءَ کان تصوف ۽ ٻيا علم حاصل ڪيائين. انهن بزرگن جي صحبت ۾ گهڻو وقت رهيو. ان ڪانپوءِ ملتان کان بهار ڏانهن روانو ٿيو، جتي شيخ منهاج الدين بهاريءَ جي صحبت ۾ ٻارهن سال رهي فيض حاصل ڪيائين ۽ انهيءَ بزرگ جي صحبت ۾ رهي خلافت ۽ ڪماليت جو درجو حاصل ڪيائين. پوءِ شيخ منهاج الدين جي هدايت تي شيخوپوره ويو، جتي ٻه سال فيض هدايت ڏيندو رهيو. ان کان پوءِ پرياگ (الهه آباد) ۾ وڃي رهيو. هن اسلام جي تعليم کي عام ڪرڻ ۽ ان کي پکيڙڻ ۾ تمام اهم ڪردار ادا ڪيو.

سيد علي بڪريءَ 760هه/ 1369ع ۾ وفات ڪئي. سندس فرزند علي بن علي هو، جيڪو سيد تقي الدين جي لقب سان هڪ مشهور شيخ طريقت ۽ سهروردي طريقي جو پير ٿي گذريو آهي.

**سيد علي سرمست**: هي بزرگ قلندر شهباز جو دوست ۽ سيد جلال بخاريءَ جو فرزند هو. هن بزرگ جا ڪيترائي مريد هئا، جن مان شيرالاولياء خواجه باقي قابل ذڪر آهي. روايتن موجب قلندر لعل شهباز جو جهنڊو (گج گاهه) عصا ۽ گلوبند هن پاڻ سان گڏ آندا هئا. هي قلندر لعل شهباز جو خليفه اول ۽ خدمتگار پڻ هو. جڏهن قلندر شهباز وفات ڪئي ته سيد علي سرمست، سيد صلاح الدين لڪياري ۽ شيخ علي بغداديءَ سان گڏجي لعل شهباز جي غسل، جنازي نماز، مرقد جي جاءِ ۽ تدفين جو ڪم سرانجام ڏنو. پاڻ مزار جو پهريون خدمتگار هو. لعل شهباز جي وفات بعد فقير سندس بيعت ڪندا هئا ۽ ڪيس لعل شهباز جو وزير چوندا هئا. هن بزرگ جي مزار درگاهه اندر لعل شهباز جي روضي جي ٻاهران، اوڀر واري دروازي جي اوڀر- اتر ۾ هڪ ننڍي گنبذ ۾ آهي. قلندر لعل شهباز جي روضي جي تياريءَ ڪانپوءِ 758هه/ 1357ع ۾ ملڪ اختيارالدين هن بزرگ جو مقبرو جوڙايو.

جيڪي به زيارتي لعل شهباز جي درٻار ۾ اچن ٿا، اُهي هن بزرگ جي به حاضري ڀرين ٿا. هن وقت سندس پراڻو مقبرو ڊاهي نئون تيار ڪيو ويو آهي. سيد علي سرمست تي، نوجوان محقق ڊاڪٽر مخمور بخاريءَ هڪ تفصيلي مقالو لکيو آهي، جنهن ۾ هن ڄاڻايو آهي ته سندس خاندان به هن بزرگ سان نسبت رکي ٿو.

**سيد علي شاهه**: صوفي بزرگ ۽ شاعر سيد علي شاهه ولد پيرل شاهه ڳوٺ سهڪجي، تعلقي ڳڙهي ياسين جو ويٺل هو. علي شاهه کي سندس والد سيد پيرل شاهه ڪيس محمد فقير ڪٽياڻ جي طالب ٿيڻ لاءِ هدايت ڪئي. ان هدايت موجب سيد علي شاهه محمد فقير ڪٽياڻ جو اڇي طالب ٿيو. شاعريءَ ۾ هن ڪافيءَ جي صنف تي گهڻي طبع آزمائي ڪئي. ڪافيءَ ۾ سندس اسلوب عام فهم ۽ سليس آهي، مثال:

نه ڪا حجت هلبي، نه ڪو سور سلبو،
رندائي رمز ۾ پنهنجو روح رلبو.

نازڪ آنا تو نر تي نباهيان،
سهمان سور سختيون سيوئي سهايان،
جيڪي پي ملي سوپائي جهول جهلبو،
جتيءَ ناهيان جهڙو، ڪهڙو سينو ساهيان
نڪو سگ سياپو، پلئه پاند پايان،
پڻي جا پيرن جي ڪري مشق ملبو،
اها ست ساري سيدن واري،
شاهي ڇڏي سون، بزرگي پلاري،
پيريءَ ڪان پري ٿي پنهنجو پاڻ پلبو،
هي هڪڙو چاهي، ڪلهن ڪان ٿي ڪوريان،
هجن لک هزارين ڪري گهور گهوريان،
رکي سراڏيءَ تي علي شاهه نه البو.

**سيد علي شاهه 'شائق' (مير علي شاهه):** سيد علي شاهه 'شائق' عرف مير علي شاهه اصل ۾ روهڙيءَ جي ساداتن سان تعلق رکندڙ هو. جيڪو پوءِ بڪار طرف جاگير ملڻ جي ڪري اتي وڃي ويٺو. 'شائق' فارسي زبان ۾ هڪ طويل قصيدو 'قصيده بمدح عبدالنبي' عنوان سان لکيو. ان وقت ٽائين مير بجار خان ٽالپر، ڪلهوڙا دربار ۾ اجا اهم درجو رکندڙ هو. هن طويل قصيدي (نظم) ۾ 495 شعر آهن. جن مان عبدالنبي خان ڪلهوڙي جي دؤر جا ڪجھ حالات ملن ٿا، جيڪي ٻئي ڪنهن به ڪتاب ۾ نه ٿا ملن. ڪجھ شعرن ۾ شاعر پنهنجو احوال به ڏنو آهي. خاص ڪري رزق جي تنگيءَ جو ذڪر ڪري ٿو. پاڻ لاءِ چوي ٿو ته، "آءٌ قادري مسلڪ جو آهيان، پر پوءِ به مون تي 'رافضي' هجڻ جو الزام لڳي ٿو." هي قصيدو آخري ڪلهوڙا دؤر بابت هڪ اهم ماخذ آهي، جيڪو اجا نه ڇپيو آهي. آغا بدرالدين (ڳڙهي ياسين) جي ڪتبخاني ۾ ان جو نسخو موجود هو، جيڪو غلام رسول مهر لاءِ، پير حسام الدين راشدي صاحب نقل ڪرايو هو. مهر مرحوم ان وقت سنڌي ادبي بورڊ لاءِ 'تاريخ ڪلهوڙا' لکي رهيو هو. هي ڪتاب ابتدا ۾ اردو ۾ پوءِ سنڌي زبان ۾ بورڊ پاران ٻن جلدن ۾ ڇاپي پڌرو ڪيو ويو. غلام رسول مهر هن قصيدي جي شعرن جي ايتري تعريف نه ٿو ڪري. البت ان جي تاريخي اهميت جو گهڻو قائل ڏسجي ٿو.

سنڌ جي ممتاز تاريخدان پير حسام الدين راشديءَ پڻ هن قصيدي جو گهرائيءَ سان مطالعو ڪيو هو. سندس تحقيق آهي ته هي قصيدو 1198هه کان اڳ لکيو ويو هو. جيتوڻيڪ هي ميان عبدالنبيءَ جي شان ۾ لکيو ويو هو پر پوءِ به هي ڪلهوڙا دؤر جي آخري سالن ۽ خاص ڪري ميان عبدالنبيءَ جي زماني بابت سُلي ڄاڻ فراهم ڪري ٿو. راشدي صاحب ڪجھ عنوانن جي لسٽ به ڏني آهي، جيڪي قصيدي جو موضوع بنيا آهن: امير، جرنيل، وزير، درباري، سنڌ ملڪ جي وصف، قلندر بابت مدح، مدح بخدمت ميان عبدالنبي، صفت شهر خداآباد، صفت مهراڻ، وصف صاحبزادگان، عام ۽ خاص هٿيارن جي تشريح، ناظر متصدي، توشڪچي، وڪيل، ڪلهوڙا خاندان جا نامور فرد، شيخ حامد گنج بخش، جوڻيجن جو احوال (جي ميان عبدالنبيءَ جا ماما هئا)، عالم ۽ قاضي، بروهي ۽ بلوچ، بهاولپور جا دائودپوٽا ۽ مدح مير بجار. هن قصيدي جي ڇپائي ۽ ان جي ترجمي سان، آخري عهد ڪلهوڙا جي تاريخ جا ڪيئي گوشا نروار ٿي بيهندا. هتي هڪ مُغالطي جو ازالو ڪرڻ لازم آهي. ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ زندگيءَ جي آخري دؤر ۾ 'تڪملة التڪملة' نالي هڪ ڪتاب لکيو هو، ڪتاب فارسي گوشاعرن بابت آهي ۽ اهو سنڌ يونيورسٽيءَ پاران 2007ع ۾ شايع ٿيو آهي. ڊاڪٽر صاحب هن قصيدي (قصيده بمدح عبدالنبي) کي، هڪ ٺي وقت ٻن شاعرن جي نالي سان منسوب ڪيو آهي. ڪتاب جي صفحي 72 تي پاڻ ان کي سيد رحمت الله بکريءَ جي نالي ۾ درج ڪيو اٿس، جڏهن ته ساڳئي ڪتاب جي صفحي 93 تي ساڳيو قصيدو مير علي شاهه 'شائق' جي نالي ۾ به داخل ڪيو ويو آهي. مٿي ذڪر اچي چڪو آهي ته قيام پاڪستان کانپوءِ 'تاريخ ڪلهوڙا' جي تياريءَ لاءِ معاصر ماخذن جي ڳولا ۾، هي قصيدو به هٿ آيو هو جيڪو آغا بدرالدين جي ڪتبخاني جي ملڪيت هو. پير حسام الدين راشدي ۽ مولوي غلام رسول مهر نه رڳو ان جو اڀياس ڪيو هو پر ڪلهوڙن جي تاريخ جي تياريءَ ۾ به ان کي ڪتب آندو هو. ٻنهي عالمن جي راءِ آهي ته هن قصيدي جو لکندڙ سيد علي شاهه 'شائق' آهي، ان ڪري هن ڏس ۾ ڊاڪٽر بلوچ جو مغالطو ختم سمجهڻ گهرجي.

سنڌ جي سادات ۽ خاص ڪري روهڙي ۽ بکار جي سيدن جي باري ۾ ڄاڻ رکندڙ انجنيئر عبدالحسين شاهه موسويءَ کان جڏهن هن قصيدي بابت پڇيو ويو ته هن ٻڌايو ته روهڙي ۽ بکار جي ساداتن بابت به عدد شجرا ملن ٿا. هڪ جو مصنف مولوي غلام مرتضيٰ شاهه رضوي آهي، ان ۾ هڪ نالو علي شاهه ملي ٿو. ٻيو هڪ نامعلوم بزرگ جو لکيل شجرو به آهي، ان ۾ علي خان نالو موجود آهي. علي شاهه يا علي خان جو باقي نسبي سلسلو ساڳيو ۽ هن ريت آهي: ولد لطف علي ولد قنبر علي ولد سيد مير قلي عرف سيد مير بکاري. عبدالحسين شاهه جي راءِ آهي ته درست نالو سيد مير علي شاهه 'شائق' آهي، جڏهن ته رحمة الله ان جي عُرفيت سمجهڻ کپي.

**سيد علي شير شاهه لڪياريءَ جو ميلو:** سيد علي شير شاهه لڪياريءَ جو ميلو هر سال 14، 15 ۽ 16 صفر تي، رام جاڳولڳ صالح پٽيري اسٽيشن، تعلقي ساماري ۾ لڳندو آهي. هن ميلي ۾ ملاکڙو ٿيندو آهي، جنهن ۾ اتر ۽ لاڙ جا پهرئين ۽ ٻئي جوڙ جا پهلوان پنهنجي فن جو مظاهرو ڪندا آهن. ان کان سواءِ ميلي ۾ سرڪس، موت جو کوهه، گهوڙن جي ڊوڙ جو انعامي مقابلو رچ ۽ ڪتي جي ويڙهه، ڪبڏي راند، سلي دڪان سينگاريندڙن ۾ انعامي مقابلي ۽ موسيقيءَ جي محفل رچائي ويندي آهي، جنهن ۾ ريڊيو ٽي. وي جا مشهور فنڪار پنهنجي فن جو مظاهرو ڪندا آهن. هن ميلي ۾ سنڌ جي ڪنڊ ڪڙڇ مان آيل ڪيترا عقيدتمند ۽ مريد حاضري ڀريندا آهن.

**سيد علي محمد شاهہ دائرائي**: فقہ حنفي جي نامور عالم سيد علي محمد شاهہ ولد سيد نيڪ محمد شاهہ 26 جولاءِ 1811ع تي اڏيري لال، ضلعي مٽياريءَ ۾ جنم ورتو. شاهہ عنايت شهيد جي رفيق سيد حمزه شاهہ بنوريءَ جو پڙپوٽو هو. سندس خاندان سنڌ جي مشهور 'دائري شريف' واري مدرسي ۾ ديني خدمتون سرانجام ڏيڻ سبب 'دائرائي سيد' طور مشهور آهي. سيد حمزه شاهہ بنوري نقشبندي پنهنجي وقت جو وڏو عالم هو. سيد علي محمد شاهہ، قرآن مجيد جي ابتدائي تعليم 'دائري شريف' جي درگاهہ ۾ حاصل ڪئي. نون سالن جي ڄمار ۾ سجاده نشين يا 'صاحب دائره' ٿيو. وڌيڪ تعليم مٽيارين جي جيد عالم مخدوم عبدالڪريم متعلويءَ کان پرايائين. جتي هين ڪيترن ئي وڏن عالمن جي پڻ صحبت نصيب ٿيس. رسمي تعليم جي تڪميل بعد مطالعي، مشاهدي ۽ تحقيق جي صلاحيت کي وڌائيندو رهيو. خاص ڪري عالم اسلام جي حنفي عالمن ۽ سنڌ جي حنفي عالمن جي تحريرن ۽ نظرين جو تقابلي جائزو ورتائين. سنڌ جي اڳين توڙي همعصر عالمن جي تصنيفن، بياضن، تحريرن ۽ فتوائن کي پڙهي، ان تي گهري نظر رکيائين. مطالعي ۽ تحقيق سان گڏ مدرسي جو انتظام سنڀاليندو رهيو. مدرسي ۾ پاڻي جي ضرورتن جي پورائي لاءِ کوهہ ٺهرايائين، لنگرخاني جو اعليٰ انتظام ڪيائين ۽ درس و تدريس کي زور ورتايائين. سندس دور ۾ مدرسو وڏي اوج تي رسيو ۽ ان جو علمي دائرو وسيع ٿيو. پاڻ استاد جي حيثيت ۾ مدرسي ۾ درس ڏيندو هو. سندس ڪيترائي شاگرد فارغ التحصيل ٿي سنڌ کان ٻاهر عرب ملڪن تائين پهتا.

علي محمد شاهہ بحري ٻيڙي ذريعي حج جي سعادت پڻ حاصل ڪئي. ڪيس علم سان گهڻي دلچسپي هوندي هئي.

سندس تصنيفن مان 'مصلح المفتاح'، 'بياض سيدي' ۽ 'زبدة المواليد' مشهور آهن. سندس تصنيف 'مصلح المفتاح' حنفي فقہ جي اعتبار کان نماز جي مسئلن تي هڪ تفصيلي ۽ تحقيقي ڪتاب آهي، جنهن کي 'دائري واري سنڌي' پڻ سڏيو وڃي ٿو. اهو ڪتاب سنڌ يونيورسٽيءَ پاران پڻ ڇپجي چڪو آهي. ڪتاب 'بياض سيدي' مختلف فقهي مسئلن تي بابن جي ترتيب سان مختلف ماخذن مان مسئلا جمع ڪري لکيل آهي. ڪتاب 'زبدة المواليد' نبي ڪريم ﷺ جي ولادت ۽ سيرت بابت آهي.

سيد علي محمد شاهہ دائرائي، سنڌ ۾ فقہ حنفي جي تمام وڏن عالمن مان ڳڻيو ويو آهي. هن 21 اپريل 1870ع تي وفات ڪئي، دائري شريف ۾ مدرسي جي پرسان مدفون آهي.

**سيد علي مڪي**: عراق جي شهر 'سامراهہ' جو رهاڪو سيد علي مڪي، هڪ سڄاڻ عالمن ۽ حافظن سان گڏ 'دلوراءِ' جي دؤر (5-6 هجري) ۾ سنڌ ۾ آيو هو. جڏهن ڄڻي امرائيءَ، دلوراءِ جي ظلمن کان تنگ ٿي، عباسي خليفي ڏانهن پيغام موڪليو هو جنهن سندس درخواست قبول ڪندي، سيد کي وفد سان سنڌ ڏانهن موڪليو سيد جو شجرو هن ريت آهي:

سيد علي مڪي بن شاهہ عباس بن شاهہ زيد بن شاهہ اسد الله بن شاهہ عمر بن شاهہ حمزو بن شاهہ هارون بن شاهہ عبدالله بن شاهہ حسين بن علي رضا بن امام موسيٰ ڪاظم بن امام جعفر صادق (ع) بن امام محمد باقر(ع) بن امام زين العابدين(ع) بن امام حسين (ع) بن علي عليہ السلام.

سيد علي مڪي مختلف علائقن ۾ تبليغ ڪندي، لڪي جبل ۽ سنڌو درياهہ جي وچ واري ماٿريءَ ۾ سڪونت پذير ٿيو جنهن جاءِ تي ويٺو اُتي ڪجهہ ٻيا ماڻهو سندس تبليغ مان نصيحت پرائي گهر ٺاهي ويهي رهيا. اُها جاءِ 'لڪ' جي نسبت سان 'لڪعلوي' ۽ بعد ۾ لڪي ڳوٺ جي نالي سان مشهور ٿي ۽ هاڻي ان علائقي کي 'لڪي شاهہ صدر' چون ٿا. راجا دلوراءِ ان ڏينهن ۾ سيوهڻ آيل هو. ان کي سيد علي مڪيءَ تبليغ ڪري نصيحت ۽ هدايت ڪئي تہ ظلم ڪرڻ چڱو ناهي، بادشاهہ کي عدل ۽ انصاف سان هلڻ گهرجي. راجا دلوراءِ بزرگ جي هدايت تي ظلم ڇڏي ڏنا ۽ پنهنجي ڌيءَ جو سڱ بزرگ کي ڏنو. جنهن مان پيدا ٿيل اولاد 'لڪياري سادات' سڏجن ٿا. سيد علي مڪيءَ جي اولاد مان شاهہ صدرالدين لڪياري هڪ نالي وارو بزرگ جملي برڪتن جو جامع هو. پاڻ شاهہ صدرالدين لڪياريءَ جي نالي سان سڏبا هئا. سندس پاءُ جو نالو بهاءُالدين هو. هن بزرگ لڪيءَ شهر ۾ وفات ڪئي ۽ سندس مزار بہ اُتي ئي آهي.

**سيد غلام حيدر شاهہ**[1]: نامور سياستدان، سيد غلام حيدر شاهہ ڳوٺ ڪيجراڙي، تعلقي ۽ ضلعي عمرڪوٽ ۾ ڄائو. غلام حيدر شاهہ 1946ع ۾ صوبہ مسلم ليگ سنڌ جو جنرل سيڪريٽري ۽ جي. ايم. سيد صدر هو. شاهہ صاحب جي سياسي اهميت اها آهي تہ 1946ع جي عام چونڊن ۾ غلام حيدر شاهہ کي صوبائي مسلم ليگ انتخابي بورڊ مسلم ليگ پاران



اسيمبليءَ ۾ ويهڻ لاءِ ٽڪيٽ ڏني، جنهن جي آل انڊيا مسلم ليگ مخالفت ڪئي. جي. ايم. سيد اعتراض ڪيو تہ مرڪز کي صوبائي مسلم ليگ جي معاملن ۾ مداخلت نہ ڪرڻ گهرجي. اُن تي جي.ايم.سيد جا آل انڊيا مسلم ليگ سان اختلاف پيدا ٿي ويا ۽ هو مسلم ليگ کان الڳ ٿي ويو، پر غلام حيدر شاهہ مسلم ليگ کان گهڻو وقت الڳ رهي نہ سگهيو هو 1953ع ۾ مسلم ليگ ۾ شامل ٿيو ۽ نہ صرف صوبائي اسيمبليءَ جو ميمبر ٿيو، پر صوبائي وزارت بہ حاصل ڪيائين.

سيد مظفر حسين شاهہ سندس پٽ آهي، جيڪو سنڌ جو وزيراعليٰ ۽ اسپيڪر سنڌ اسيمبلي رهي چڪو آهي ۽ هن وقت فنڪشنل مسلم ليگ ۾ پير صاحب پاڳاري سان گڏ آهي.

**سيد غلام حيدر شاهہ**[2]: سيد غلام حيدر شاهہ، نوابشاهہ جي مشهور زميندار ۽ سياستدان نواب شاهہ جو فرزند هو جنهن نوابشاهہ، موجوده نوابشاهہ شهر جي قيام ۽ ضلعي هيڊڪوارٽر لاءِ پنهنجون

زمينون ۽ جائدادون ڏنيون هيون. سيد غلام حيدر شاهه جو پاءُ ٻيل شاهه به اثر رسوخ وارو زميندار ۽ سياستدان هو. هي متياروي سيدن جي سنائي شاخ جي اميناڻي پاڙي مان آهن. هي ٻئي پائر نديا ئي هئا ته سندن والد نواب شاهه 1904ع ۾ گذاري ويو. ان زماني ۾ نواب شاهه طرف جون زمينون اجا پوريءَ طرح آباد نه ٿيون هيون. پوءِ سدا واهه ۽ ناري واهه نڪرڻ ڪري هي خطو سرسبز ٿيو ۽ سندن ملڪيت، زمينون ۽ پيدائش به وڌي ويئي. ميان غلام حيدر شاهه، پنهنجي وڏي پاءُ ٻيل شاهه (وفات: 22 جنوري 1942ع) کان پوءِ راڄ پاڳ سان منهن ڏيڻ لڳو. هٽ جو پڪو ۽ ڪفايت شعار هو. ملڪيت گهٽي وڌائي ويو. ميان ٻيل شاهه جهڙو اثر پيدا نه ڪري سگهيو، پر پوءِ به ڏيئو ٻاريو ويٺو هو.

غلام حيدر شاهه، نواب شاهه ميونسپالٽيءَ ۽ تعلقي لوڪلبورڊ نواب شاهه جو صدر رهيو. نواب شاهه ميونسپالٽيءَ جو پهريون پيرو 13 آگسٽ 1947ع کان 10 آڪٽوبر 1949ع تائين، ۽ ٻيو پيرو 21 ڊسمبر 1952ع کان 20 ڊسمبر 1957ع تائين صدر رهيو. سندس دوستيون ۽ لاڳاپا، گهڻو ڪري ساڳين ماڻهن سان رهيا، جن سان سندس والد ۽ پاءُ جا لاڳاپا هئا. 1953ع کان وٺي ونيونٽ ٽهڻ تائين سنڌ اسيمبليءَ جو ميمبر رهيو. 11 فبروري 1963ع تي وفات ڪيائين.

**سيد غلام رسول شاهه**: سيد غلام رسول شاهه سنڌ جو نامور صحافي ٿي گذريو آهي. هن ميرپورخاص مان هفتيوار اخبار 'سرتاج' جاري ڪئي هئي. هڪ ايڊيٽر جي حيثيت سان، نهايت ايمانداريءَ سان فرض سرانجام ڏنائين. هن 26 جون 1982ع تي وفات ڪئي.

**سيد غلام علي شاهه**: سيد غلام علي شاهه، مشهور ديني عالم، فاضل، بزرگ ۽ شاعر ٿي گذريو آهي. هن جا وڏا ارڙي شهر جا رهاڪو هئا، جتان لڏي اچي ٽنڊي محمد خان ۾ ويٺا. سندس نسبي سلسلو 'شمس سبز واري ملتاني' سان ملي ٿو، انهيءَ ڪري سندس پويان 'شمسي ڪڙيوال' سڏبا آهن. هن کي ٽي پائر هئا. (1) سيد فتح شاهه، جيڪو تعلقي ٽني ۾ سونڊن شهر کان اُتر اوڀر طرف، ٻن ميلن جي پنڌ تي جبل جي ڪُر ۾ مدفون آهي جتي سندس روضو به



ٺهيل آهي. (2) ڪبير شاهه، جيڪو جوڻ جي ويجهو مدفون آهي، ۽ (3) ميان شاهه، جنهن جو روضو ڪراچيءَ ۾ لي مارڪيٽ جي ويجهو آهي.

سيد غلام علي شاهه وڏو عالم هو. سندس پوين وٽ سندس ڪتبخاني جو ڪجهه حصو رهيل آهي، جنهن ۾ سوين ڪتاب موجود آهن. سيد غلام علي شاهه جو ڪلام غزلن، مداحن، مناقبن، ڪافين، بيتن ۽ لولين تي مشتمل آهي.

سندس ڪافين جو قلمي نسخو، سندس پوين وٽ محفوظ آهي، جيڪو نستعليق رسم الخط ۾ لکيل آهي.

**سيد غلام علي شاهه سرخ بخاريءَ جو ميلو**: سنڌ جي مشهور صوفي بزرگ سيد غلام علي شاهه سرخ بخاريءَ جو ميلو هر سال صفر جي مهيني جي 21 کان 23 تاريخ تائين سندن درگاهه ديهه گرنار تعلقي گهوڙاٻاري، ضلعي ٺٽي ۾ لڳندو آهي. هن ميلي ۾ ملاکڙو به ٿيندو آهي، جنهن ۾ سڄي سنڌ مان مشهور پهلوان حصو وٺندا آهن. انهي کان سواءِ پلن ائن ۽ گهوڙن جي ڊوڙ جا انعامي مقابلا به ٿيندا آهن. هن ميلي ۾ سڄي سنڌ جي ڪنڊ ڪڙڇ مان هزارن جي تعداد ۾ مريد ۽ عقيدتمند ايندا آهن. ميلي ۾ راڳ رنگ جي محفل به ٿيندي آهي، جنهن ۾ سنڌ جا مشهور فنڪار پنهنجي فن جو مظاهرو ڪندا آهن. ميلي جي موقعي تي لنگر پڻ تقسيم ڪيو ويندو آهي.

**سيد غلام قادر شاهه ثاني نصرپوري**: سيد غلام قادر شاهه ثاني، نصرپور ۾ 1941ع ۾ ڄائو. سندس والد جو نالو مريد علي شاهه هو.



هن جا وڏا عظيم صوفي شاعر ۽ ڪافين جي بادشاهه حضرت سيد مصري شاهه امام جي درگاهه جا سجاده نشين ٿيندا آيا آهن. والد جي وفات کانپوءِ سيد غلام قادر شاهه ثاني سجاده نشين مقرر ٿيو. پرائمري (سنڌي)، اديب فاضل (سنڌي) ۽ مئٽرڪ تائين تعليم حاصل ڪيائين. ان کانسواءِ عربي ۽ فارسي ٻولين به سکيائين. حضرت مصري شاهه امام جي ڪلام تي مشتمل رسالو 'ڪليات مصري شاهه' ڇپائي شايع ڪرايائين ۽ 'مصري شاهه ميموريل ڪوآپريٽو ڪائونسل' قائم ڪيائين. نصرپور ۾ ناياب علمي ۽ ادبي ڪتابن جو ذخيرو گڏ ڪري لائبرري قائم ڪيائين. اڄ به هزارين ناياب ڪتاب لائبرريءَ ۾ موجود آهن. هن پهرين آگسٽ 1982ع ۾ وفات ڪئي.

**سيد غلام محمد شاهه 'گدا'**: عروضي سنڌي شاعريءَ ۾ غلام محمد شاهه 'گدا' جو نالو وڏي اهميت رکي ٿو. پاڻ سنڌي، اردو ۽ فارسي ٻولين ۾ اعليٰ قسم جا شعر چيائين. مفهوم ۽ مقصد جي لحاظ کان به سندس شعر جي وڏي اهميت آهي. تعجب آهي ته تذڪره نگارن ۽ ادبي مؤرخن غلام محمد شاهه گدا جي باري ۾ درست ڄاڻ نه ڏني آهي. ان حد تائين جو 'ڪليات گدا' جو مرتب: رشيد احمد لاشاري به 'گدا' مرحوم تي لکندي ڏوڪو کائي ويو آهي. سندس والدين، ڄم ۽ وفات جي تاريخ بابت پڻ مصنفن جدا جدا رايا پيش ڪيا آهن. هن ڏس ۾ درست راءِ سيد حسام الدين راشديءَ، 'تڪملة مقالات الشعراءِ' جي حاشين ۾ درج ڪئي آهي. راشدي مرحوم اهڙي ڄاڻ گدا جي همعصر شاعر مرتضائي ٺٽويءَ جي بياض ۾ لکتن جي ذريعي اسان تائين پهچائي آهي.

غلام محمد شاهه 'گدا' جو نسبي سلسلو هن ريت آهي: سيد

غلام محمد شاهہ بن سيد حسن علي شاهہ بن سيد بچل شاهہ بن سيد ڪرم علي شاهہ. گدا جو پڙ ڏاڏو سيد ڪرم علي شاهہ، ان وقت خراسان مان سنڌ پهتو هو، جڏهن مياں نور محمد ڪلهوڙو 'خدا آباد' مان ملڪ سنڌ تي حڪمراني ڪري رهيو هو. جڏهن تہ ٻيءَ راءِ موجب گدا جو خاندان مشهد کان قنڌار، بعد ۾ سيد ڪرم علي شاهہ قنڌار کان سنڌ آيو. ان وقت هن پرڳڻي تي ڪلهوڙن جي حڪومت هئي. بعد ۾ گدا جو ڏاڏو سيد بچل شاهہ حاڪمن سان گڏ 'خدا آباد' (هالا نوان) هليو آيو. جڏهن تخت گاهہ ڦري حيدرآباد بڻيو ان وقت سندس والد حسن علي شاهہ، خداآباد کي ڇڏي حيدرآباد ۾ اچي مقيم ٿيو. اُن وقت ڪلهوڙن جي جاءِ تي ٽالپر سنڌ جا حڪمران ٿي چڪا هئا، ان ڪري گدا جو خاندان بہ نون حاڪمن کي ويجهو ٿي ويو. حسب نسب ۾ هي گهراڻو حضرت امام علي بن موسيٰ رضا جي خاندان سان ملي ٿو.

سنڌ جي ممتاز عالم سيد حسام الدين راشدي صاحب جي تحقيق آهي تہ، غلام محمد شاهہ گدا سن 1243هہ/ 1827ع ۾ ڄائو. جڏهن تہ رشيد احمد لاشاري 1253هہ/1837ع لکيو آهي، جيڪو سن درست نہ آهي. گدا ابتدائي ۽ قرآن مجيد جي تعليم گهر ۾ حاصل ڪئي. بعد ۾ آخوند احمد بن عبدالعليم هالائيءَ (سانوٽيءَ) وٽ ديني تعليم پرايائين. لاشاري مرحوم جي لکت آهي تہ غلام محمد شاهہ فارسي تعليم شيراڻي آخوندن وٽ حاصل ڪئي، جڏهن تہ ٻيا سڀ تذڪره نگار متفق آهن تہ سنڌ جو هي شاعر علام اسد الله شاهہ ٽڪڙ واري وٽ عربي علمَ سکيو. هڪ روايت موجب گدا ۽ اسدالله شاهہ ٽڪڙائي، عربي زبان گڏ پڙهيا هئا. گدا شاهہ پنهنجي ڏاڏي سيد بچل شاهہ جي هٿ تي بيعت ڪئي هئي، اهڙيءَ ريت پاڻ قادري طريقي جو صوفي بڻجي ويو. غلام محمد گدا سير سفر جو گهڻو شوقين هو. ٻہ ڀيرا حج ڪيائين. حيدرآباد ڪانسواءِ سنڌ جي ٻين شهرن جي شاعرن ۽ خاص ڪري ٺٽي جي اديبن سان خاص تعلقات هئس. امام بخش فدوي، مخدوم ابراهيم خليل ۽ مرتضائي ٺٽويءَ سان ويجها تعلقات هئس. ان ڪري جڏهن ابراهيم خليل 'تڪملة مقالات الشعراءِ' ڪتاب لکيو، تڏهن غلام محمد شاهہ گدا کي هڪ شاعر طور ان ۾ نمايان جاءِ ڏنائين. گدا پنهنجي عزيزن مان شادي ڪئي. مشهور شاعر عبدالحسين خان سانگي، غلام محمد شاهہ گدا جو شاگرد هو ان ڪري شاديءَ ڪانپوءِ مير صاحب جي ويجهو گهر تعمير ڪرايائين. سانگي مرحوم جون بہ مٿس گهڻيون مهربانيون رهيون. گدا کي ٻہ پٽ ۽ هڪ نياڻي ٿي، ليڪن سندس زندگيءَ ۾ پُٽ ۽ پوٽا فوت ٿي ويا، ان ڪري گدا جي زندگيءَ جا آخري ڏينهن تڪليف ۾ گذريا. گدا جي دوستن ۾ يا شاگردن ۾ سانگيءَ ڪانسواءِ مرزا دوست محمد 'دوست' ۽ محمد هاشم 'مخلص' قابل ذڪر آهن. هونئن ميون وڏل علوي، پير علڻ سائين ٻٽائي، صاحبڏنو شاهہ، مرزا قليچ بيگ، آخوند لطف الله، آخوند محمد قاسم، فضل محمد 'ماتم' ۽ حافظ حامد بہ، گدا جا دوست ۽ همعصر شاعر ٿي گذريا آهن.

گدا کي هڪ استاد طور مير عبدالحسين خان سانگي، وڏيءَ سڪ ۽ محبت سان ياد ڪيو آهي:

استاد سخن آهي گدا، شاعرِ يڪتا،
آءُ اهڙي سخندان کي سخندان نہ چوان ڇا؟

جڏهن تہ فضل محمد 'ماتم' چوي ٿو:

گدا جو هي غزل لاجواب آهي مگر،
قبول خاطر ماتم اهو جواب ٿئي.

محمد هاشم 'مخلص' چوي ٿو:

گدا استاد منهنجو بينظير آهي،
سخن ۾، نظم ۾، طرز بيان ۾.

شاعر غلام محمد شاهہ 'گدا' ڏکن ڏاکڙن جي وڏي زندگي ڏسي، انهتر سالن جي ڄمار ۾، 4 ذوالقعد 1322 هہ بمطابق 11 جنوري 1905ع تي حيدرآباد ۾ وفات ڪئي. سندس آخري آرامگاهہ ٽنڊي آغا حيدرآباد ۾ آهي. هن جي شاعريءَ جو مجموعو **'ڪليات گدا'** جي نالي سان رشيد احمد لاشاريءَ مرتب ڪيو، جيڪو سنڌي ادبي بورڊ، 1957ع ۾ ڇپيو. جنهن ۾ سندس سنڌي، اردو ۽ فارسي ڪلام ڏنو ويو آهي.

**سيد غلام مصطفيٰ شاهہ:** سيد غلام مصطفيٰ شاهہ سنڌ جو ناميارو تعليمدان ۽ اسڪالر ٿي گذريو آهي، جنهن جي زندگيءَ تي افسوس تہ گهٽ لکيو ويو آهي. سائين جي. ايم. سيد پنهنجن همعصر دوستن ۽ رفيقن بابت لکيل ڪتاب 'جنب گذاريم جن سين' (ٻہ جلد: 1967ع) ۾ بہ پروفيسر سيد غلام مصطفيٰ شاهہ بابت احوال درج نہ ڪري سگهيو هو. ڏهہ سال پوءِ 1977ع ۾ جي. ايم. سيد اديبن ۽ عالمن جي ڪيس لکيل



خطن جو ڪتاب 'اَج پڻ ڇڪيم چاڪ' ڇپرايو، جنهن ۾ هن سيد غلام مصطفيٰ شاهہ جي نون (09) خطن سان گڏ سندس احوال ڏيندي لکيو آهي تہ سيد غلام مصطفيٰ شاهہ ڪراچي ضلعي (جيڪو پوءِ ٺٽو ضلعو ٿيو) جو ويٺل آهي. سنڌ جي مکيہ مخير شخص سيد عبدالرحيم شاهہ سجاول واري جي پيڻ جي اولاد مان آهي. تعليمي ماهر آهي. سنڌ مدرسي ڪراچيءَ جو شاگرد، سنڌ مسلم ڪاليج جو پرنسپال، ڊائريڪٽر پبلڪ انسٽرڪشن سنڌ ۽ وائيس چانسلر سنڌ يونيورسٽي ٿي رهيو آهي. قومي خيال رکڻ ڪري هن گهڻوئي سَٺو آهي. سندس مون سان، شاهہ صاحب (سيد عبدالرحيم شاهہ) جي ڪري گهاٽا تعلقات رهيا. منهنجيءَ سنگت جي ڪري، اڳ ۾ سرڪار مٿس ڪاوڙيل هئي. انهن کي وڏيڪ ڪاوڙجڻ جو موقعو نہ ڏيڻ جي خيال کان مون سندس احوال

’جنب گذاريم جن سين‘ ۾ ڪونہ ڏنو ۽ پاڪستان جي سرڪارن کي مون سان ازلي وير هو، ان ڪري پوءِ بہ هن تي نوازشون ڪندا رهيا ۽ آخر ڪيس مجبور ڪري ڪڍي ڇڏيائون!“

جي. ايم. سيد جي هن وضاحت مان سنڌ جي هن محب وطن شخصيت بابت گهڻو ڪجهہ معلوم ٿئي ٿو. سنڌ مدرسة الاسلام ڪراچيءَ جي اڳوڻي پرنسپال محمد علي شيخ پنهنجي هڪ انگريزي ڪتاب ’Luminaries of the Land‘ ۾ سيد غلام مصطفيٰ شاهہ جي زندگي، تعليمي ۽ علمي خدمتن بابت لکيو آهي.

سيد غلام مصطفيٰ شاهہ سجاول جي زميندار سادات خاندان ۾، 18 آڪٽوبر 1918ع تي سيد غلام علي شاهہ جي گهر ۾ پيدا ٿيو. مروج پرائمري تعليم ڳوٺ ۾ ورتائين. ان بعد سنڌ مدرسي ڪراچيءَ مان 1937ع ۾ ميٽرڪ فرسٽ ڪلاس ۾ پاس ڪيائين. هي امتحان بمبئي يونيورسٽيءَ ورتو هو، جنهن ۾ سموريءَ سنڌ ۾ پهرين پوزيشن حاصل ڪيائين. ڪيس بمبئي يونيورسٽيءَ اُن ڪاميابيءَ تي اسڪالرشپ ڏني. بعد ۾ ڊي. جي. سنڌ ڪاليج ۾ داخلا ورتائين، جتان 1939ع ۾ انٽرميڊيٽ (سائنس) امتيازي نمبرن سان پاس ڪيائين. وڌيڪ تعليم لاءِ عليڳڙهہ ريو ۽ مسلم يونيورسٽي عليڳڙهہ مان 1941ع ۾ گرئجوئيشن ڪري، يونيورسٽيءَ ۾ ٽين پوزيشن ماڻيائين. ساڳيءَ يونيورسٽيءَ مان 1943ع ۾ غلام مصطفيٰ شاهہ، علم سياسيات ۾ ايم. اي ڪئي ۽ ساڳئي وقت قانون (L. L. B) جي ڊگري بہ ورتي. ان دؤر ۾ پاڪستان جي باني محمد علي جناح جي سعيي سان، ڪراچي شهر ۾ سنڌ مسلم ڪاليج جو بنياد رکيو ويو. سيد غلام مصطفيٰ شاهہ کي ڪاليج ۾ اسسٽنٽ پروفيسر مقرر ڪيو ويو. قيام پاڪستان کان هڪ سال اڳ، سال 1946ع ۾ هندستان سرڪار شاهہ صاحب کي تحقيق ۽ اعليٰ تعليم لاءِ اسڪالرشپ ڏئي لنڊن موڪليو، جتي ٻہ سال ڊرهم يونيورسٽيءَ ۾ پڙهيو ۽ ايم. ايڊ جي ڊگري وٺي وطن موٽي آيو. واپسيءَ تي گورنمينٽ ڪاليج حيدرآباد (ڪاري موري) ۾ پروفيسر ٿيو. پر ڪيس سنڌ مدرسي جي خدمت جي شوق ڊيپوٽيشن وٺڻ تي مجبور ڪيو. 1950ع ۾ سرڪار کان ڊيپوٽيشن وٺي ڪراچيءَ ويو. جتي نو (09) سال سنڌ مدرسي جي سنڌ مسلم ڪاليج جو پرنسپال رهيو. هتي شاهہ صاحب، مسلم ڪاليج جي وڏي خدمت ڪئي ۽ هڪ سلو استاد ۽ بهترين منتظم ثابت ٿيو. 1955ع ۾ ون يونٽ ٺهڻ کان پوءِ اولهہ پاڪستان (صوبو) وجود ۾ آيو. 1960ع جي ابتدا ۾ غلام مصطفيٰ شاهہ کي تعليم کاتي ۾ ڊپٽي ڊئريڪٽر مقرر ڪري لاهور بدلي ڪيو ويو. بعد ۾ تعليم کاتي ۾ ڊئريڪٽر مقرر ٿيو. ابتدا ۾ ڪراچي ۽ حيدرآباد ۾ ڪم ڪيائين. ان دؤر ۾ سنڌي اسڪولن جي بچاءَ لاءِ سرگرم ڪردار ادا ڪيائين، ڇو تہ ون يونٽ سرڪار خاص ڪري سنڌ جي وڏن شهرن مان سنڌي ميڊيم اسڪولن کي اردو ميڊيم اسڪولن ۾ تبديل ڪري رهي هئي. ممتاز دانشور محمد ابراهيم جويي ۽ شاهہ صاحب ڪجهہ ٻين دوستن سان گڏجي ونيونٽ جي خلاف ڳجهي مهم جاري رکي. ونيونٽ سرڪار خفيہ ادارن جي رپورٽن جي آڌار تي محمد ابراهيم جويي کي ڪوهاٽ، ۽ پروفيسر غلام مصطفيٰ شاهہ کي لاهور بدلي ڪري ڇڏيو. ايوب خان جو دؤر، مارچ 1969ع ۾ پورو ٿيو. تڏهن تبديليءَ جو جهوٽو لڳو ۽ ٻنهي جلاوطن سنڌي تعليمي آفيسرن کي بدلي ڪري سنڌ ۾ مقرر ڪيو ويو.

سنڌ جي هن نامور تعليمي آفيسر جو يادگار ۽ سدا حيات ڪم سنڌ يونيورسٽيءَ جي نئين تعمير آهي. علامہ آءِ آءِ قاضي هن اداري جو باني وائيس چانسلر هو پر اها حقيقت آهي تہ سيد غلام مصطفيٰ شاهہ سنڌ يونيورسٽيءَ جو معمار عملدار هو. سيد غلام مصطفيٰ شاهہ 30 سيپٽمبر 1969ع کان 05 ڊسمبر 1973ع تائين، سنڌ يونيورسٽيءَ جو وائيس چانسلر رهيو. ان دؤر ۾ هن پنهنجين خداداد صلاحيتن کي ڀرپور طريقي سان استعمال ڪيو. رات ڏينهن هڪ ڪري يونيورسٽيءَ جي اڏاوت واري ڪم ۾ تيزي آندائين. جيتوڻيڪ شاهہ صاحب جي اچڻ تائين سنڌ يونيورسٽي نيو ڪئمپس (ڄام شوري) جو چڱو تعميراتي ڪم ٿي چڪو هو، تڏهن بہ شاهہ صاحب جي اچڻ سان ان ڪم ۾ تيزي آئي. روڊ، رستا، پاڻي، بجلي ۽ وڻڪار جي طرف خاص ڌيان ڏنو ويو. ٿوري عرصي ۾ ڄام شوري جا ننگا جبل، چهہ باغيچن ۽ وڻن جي سائي چادر ۾ ڍڪجي ويا. ملازمن لاءِ رهائشي ڪوارٽر، استادن لاءِ بنگلا ۽ شاگردن جون هاسٽلون، سندس دؤر ۾ يا تہ تعمير ٿيون، يا وري آباد ٿيون. موجوده ٽيچرس هاسٽل جي سامهون بنگلو نمبر A-1، شروع ۾ شاهہ صاحب جي رهائش گاهہ هو اتي هاڻي پريس لڳائي وئي آهي. بنگلي A-2 ۾ وائيس چانسلر جي آفيس هئي. بنگلو A-3، ان وقت جي رجسٽرار جو گهر هو. شاهہ صاحب، سنڌ يونيورسٽيءَ جو وائيس چانسلر هو تڏهن اولڊ ڪئمپس حيدرآباد ۾ قائم انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجيءَ کي باهہ ڏني وئي هئي. بعد ۾ ڀُٽي صاحب جي حڪومت کان، سيد صاحب خاص مالي مدد وٺي انڊس هاءِ وي تي سنڌالاجيءَ جي موجوده جديد عمارت تعمير ڪرائي. ان عمارت جو سنگ بنياد سنڌ جي گورنر ممتاز علي ڀُٽي رکيو هو. سنڌ يونيورسٽي ريلوي اسٽيشن جو قيام پڻ شاهہ صاحب دؤر ۾ ممڪن ٿيو. اسماعيلي روحاني اڳواڻ هزهائينيس ڪريم آغا خان جي مالي مدد سان، سنڌ يونيورسٽيءَ جي موجوده عمارت جڙي راس ٿي. آغا خان پنهنجي سِر شاهہ صاحب جي دعوت تي آيو ۽ مرڪزي ڪتب خاني (Central Library) جو سنگ بنياد رکيائين. موجوده انتظامي بلڊنگ ۽ وي. سي هائوس بہ شاهہ صاحب جي دؤر ۾ تعمير ٿيا. غلام مصطفيٰ شاهہ پهريون وائيس چانسلر هو، جيڪو نئين تعمير ٿيل وي. سي هائوس ۾ رهائش پذير ٿيو ان کان سواءِ يونيورسٽيءَ جي جامع مسجد بہ سندس دؤر ۾ ٺهي. علامہ آءِ آءِ قاضيءَ سان ڊگهي عرصي جي ساٿ، دوستيءَ ۽ عقيدت جي دعويٰ ڪندڙ پروفيسرن کان علامہ آءِ آءِ قاضي فوت ٿيڻ بعد وسري ويو هو. سيد غلام مصطفيٰ شاهہ جي دؤر ۾ ئي علامہ صاحب ۽ سندس گهر واري

مسز ايلسا جون مزارون تعمير ٿيون ۽ انهن جي مٿان جديد قسم جو عاليشان گنبذ تعمير ٿيو. ان ڏس ۾ سائين جي. ايم. سيد خاص دلچسپي ورتي هئي ۽ مشهور قانوندان اي. ڪي. بروهيءَ مالي مدد فراهم ڪئي هئي. هي مقبرو 1971ع ۾ ٺهي راس ٿيو هو.

سنڌ يونيورسٽيءَ ۾ 1951ع کان تدريسي عمل شروع ٿيو هو ۽ مختلف شعبا وجود ۾ آيا، تن ۾ سنڌي شعبو شامل هو. غلام مصطفيٰ شاهه جي وائيس چانسلر ٿي اچڻ کانپوءِ هن شعبي کي وڌيڪ فعال ۽ سرگرم ڪيو ويو. شعبي جي توسيع ۽ واڌاري ۾ جيڪي رڪاوٽون هيون، سي شاهه صاحب، پير حسام الدين راشدي، مولانا غلام مصطفيٰ قاسمي ۽ ڪجهه ٻين دوستن جي مشوري سان ختم ڪرايون. سال 1971ع ۾ سنڌ يونيورسٽيءَ، شاهه صاحب جي دؤر ۾ سنڌي ٻوليءَ (ادب) ۾ پهرين ڊاڪٽريٽ جي ڊگري ڏني وئي ۽ ائين اڳتي تحقيق جو رستو هموار ٿيو ۽ بعد ۾ گھڻ سارن استادن کي پي. ايڇ. ڊي جون ڊگريون حاصل ڪرڻ جو موقعو مليو.

شاهه صاحب جي وائيس چانسلريءَ واري دؤر ۾ شاگردن لاءِ راندين جو ميدان ٺهيو ۽ ان کي ترقي پسند قومپرست اڳواڻ ڪامريڊ حيدر بخش جتوئيءَ جي نالي سان منسوب ڪيائين. شاهه صاحب سنڌ يونيورسٽيءَ ۾ رستن جا نالا سنڌ ۽ پاڪستان جي نامور اڪابرن جي نالي منسوب ڪيا. پاڻ صبح جو سوير اُٿي، ڪڏهن هاسٽلن تي وڃي شاگردن جا حالات معلوم ڪندو هو ته ڪڏهن وري يونيورسٽي ڪالونيءَ جي خبرچار لهندو هو. تاريخدان ڊاڪٽر مبارڪ عليءَ پنهنجي آتم ڪٿا 'در در ٺوڪر کائي' ۾ غلام مصطفيٰ شاهه لاءِ لکيو آهي ته، "شاهه صاحب، حيدرآباد مان سنڌ يونيورسٽي ڄامشوري منتقل ڪئي ۽ حيدرآباد ۾ صرف ايڊيوڪيشن ڪيمپس رهڻ ڏني." سندس نظر ۾، جڻ ته ڄامشوري ۾ سنڌ يونيورسٽيءَ کي ڪٽي اچڻ شاهه صاحب جو ڪو وڏو گناهه هو. ان عمل تي حيدرآباد جي آباديءَ جي هڪ خاص طبقي، مزاحمت ۽ واويلا ڪئي هئي. ان وقت ملڪ ۾ جنرل يحيىٰ خان جي مارشل لا لڳل هئي. بعد ۾ اوڀر پاڪستان ۾ فوجي آپريشن ٿيو ۽ بنگلاديش وجود ۾ اچي ويو. شاهه صاحب ڪراچيءَ ۾ ئي هو جو پٺيان سنڌ يونيورسٽيءَ (ڄامشوري ڪيمپس) جي ٽرانسپورٽ، پاڻي، فون ۽ بجلي بند ڪري، گھڻ تعداد ۾ پروفيسرن کي گرفتار ڪيو ويو. شاهه صاحب کي خبر پئي ته هڪدم ڄامشوري پهچي، ان مذموم عمل تي سنڌ جي گورنر ۽ يونيورسٽيءَ جي چانسلر جنرل رخمان گل کي هڪ احتجاجي خط لکيائين. حيدرآباد جي ڪن حلقن کي شاهه صاحب جي يونيورسٽيءَ جي ترقيءَ ۽ تعمير وارو عمل پسند ڪونه آيو هو اصل ۾ غلام مصطفيٰ شاهه نوجوان سنڌين کي مختلف شعبن ۾ اڳتي وڌڻ ۽ ملازمتون حاصل ڪرڻ ۾ مدد ڪئي هئي.

ڊسمبر 1971ع ۾ پاڪستان ٻه ٽڪرا ٿيو. اوڀر پاڪستان، بنگلاديش بڻجي ويو ۽ بچي ويل اولهه پاڪستان ئي 'پاڪستان' وڃي رهيو. يحيىٰ خان جي دؤر جي پڄاڻي ٿي. جناب ذوالفقار علي ڀٽو پاڪستان جو نئون حڪمران ٿيو. هن 1973ع جو آئين ٺهرائي، ملڪ ۾ پارلياماني طرز حڪومت رائج ڪئي. ممتاز علي ڀٽو سنڌ جو وزيراعليٰ هو. هن دؤر ۾ پروفيسر غلام مصطفيٰ شاهه، نئين آئين (1973ع) جي معمار، وفاقي وزير قانون عبدالحفيظ پيرزادي کي سنڌ يونيورسٽي اچڻ ۽ کيس ڊاڪٽريٽ جي اعزازي ڊگري ڏيڻ لاءِ خاص ڪنووڪيشن ڪوٺايو. ڪجهه شاگردن، گورنر سنڌ بيگم رعنا لياقت علي توڙي پيرزادي صاحب جي تذليل ڪئي. ان ڪري ڀٽو سرڪار، شاهه صاحب تي ناراض ٿي پئي. اهڙيءَ ريت شاگردن جي وچ ۾ ويڇا وڌيا. شاگردن جي هڪ قومپرست ۽ ٻي سپاف نالي پيدا ٿي. قومپرست شاگرد، جي.ايم. سيد جا پوئلڳ هئا ۽ سپاف تي ذوالفقار علي ڀٽي جي پارٽيءَ جو هٿ هو. ان پسمنظر ۾ يونيورسٽيءَ جو تعليمي ۽ انتظامي ماحول بگڙڻ لڳو. نتيجي طور پروفيسر غلام مصطفيٰ شاهه حالتن کان تنگ ٿي، وائيس چانسلريءَ جي عهدي تان استعيفا ڏئي ذاتي جيپ ۾ سامان رکي ڪراچيءَ هليو ويو. هڪ ڏينهن پاڪستان جي وزيراعظم ذوالفقار علي ڀٽي، شاهه صاحب کي ذاتي طرح فون ڪري استعيفا واپس وٺڻ يا ڪنهن ٻيءَ سٺي ملازمت قبول ڪرڻ لاءِ زور ڀريو، پر شاهه صاحب ڪنهن به سرڪاري نوڪري ڪرڻ کان معذرت ظاهر ڪئي، بلڪ ڀٽي صاحب کي چيائين ته، "باقي زندگي سنڌ لاءِ زنده رهبو، سنڌ کي پڙهبو ۽ سنڌ لاءِ لکبو. آءٌ فائيلن ۾ وڌيڪ وقت گم رهڻ نه ٿو چاهيان." ان هوندي به شاهه صاحب 1988ع جي عام چونڊن ۾ پيپلز پارٽيءَ جو قومي اسيمبليءَ جو ميمبر چونڊيو ويو. شهيد بينظير ڀٽو پهريون ڀيرو وزيراعظم پاڪستان بڻي، ته سنڌ جي هن تعليمي ماهر کي وفاقي وزير تعليم ڪيو ويو. شاهه صاحب وزير تعليم (1988ع- 1990ع) جي حيثيت ۾ پاڪستان جي تعليم ۽ خاص ڪري سنڌ جي تعليمي ترقيءَ ۾ وڏي دلچسپي ورتي. فائين آرٽس ۽ ڊزائين ڪاليج جي قيام لاءِ سنڌ يونيورسٽيءَ کي ڪروڙين روپين جي گرانٽ فراهم ڪيائين، پر يونيورسٽي انتظاميا اُن پيسي مان ذاتي نفعو ته ڪمايو، پر فائين آرٽس ڪاليج ناهي نه سگهي. آخرڪار هي ادارو مهراڻ انجنيئرنگ يونيورسٽيءَ جي حوالي ڪيو ويو. هن وقت هي ڪاليج سپر هاءِ وي تي پراڻي ٽول پلازه پرسان هڪ خوبصورت عمارت ۾ ڪم ڪري رهيو آهي. اها سنڌ جي اعليٰ تعليم لاءِ شاهه صاحب جي هيءَ آخري خدمت هئي.

پروفيسر غلام مصطفيٰ شاهه رٽائرمينٽ کان پوءِ، ڪراچي شهر ۾ 'شاهه عبداللطيف ڪلچرل سوسائٽي' وجود ۾ آندي، جنهن ۾ سنڌي ۽ اردو دانشورن کي شامل ڪيائين. هيءَ سوسائٽي ڪراچيءَ ۾ سنڌ جي ٻرندڙ مسئلن، ادبي معاملن ۽ سماجي حالتن تي بحث مباحثي لاءِ ڪڏهن ڪڏهن ميڙاڪا ۽ سيمينار منعقد ڪندي رهي. هن سوسائٽيءَ ڪجهه بهترين سنڌي ۽ انگريزي ڪتاب پڻ شايع ڪيا، پر سوسائٽيءَ جو وڏو ڪارنامو انگريزي زبان ۾، ٽه ماهي جرنل 'سنڌ ڪئارٽرلي' (Sindh Quarterly) جو اجراءُ هو.

رسالي جا سال ۾ چار پرچا نڪرندا هئا. پهريون پرچو 1975ع ۾ ڇپجي پڌرو ٿيو. ان وقت ڀُٽي صاحب جي حڪومت هئي. اسلام آباد ۽ ڪراچيءَ جي سرڪاري ايوانن ۾ ٽرٽلو مچي ويو. پرچي تي بندش هنئي وئي، پر شاهه صاحب وڏيءَ همت ۽ دليريءَ سان 'سنڌ ڪئارٽرلي' کي ٻيهر جاري ڪرائڻ ۾ سوڀارو ٿيو. 1976ع کان هي پرچو باقاعدگيءَ سان ڇپجڻ شروع ٿيو. ڀُٽي صاحب کانپوءِ جنرل ضياءِ الحق جي دؤر (1977ع- 1988ع) ۾ هڪ ڀيرو وري هن پرچي کي بند ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي وئي، پر مارشل لا اختيارين کي به ان ۾ ناڪامي نصيب ٿي. شاهه صاحب هن پرچي جا به آخري پرچا 1998ع ۾ ڪڍيا. ان کانپوءِ پرچو بند ٿي ويو. سنڌ جي هن بهادر انسان، 09 آڪٽوبر 1999ع تي وفات ڪئي. وفات کانپوءِ سندس دوستن ڪوشش ڪري سن 2000ع ۾ 'سنڌ ڪئارٽرلي' جو 'سيد غلام مصطفيٰ شاهه يادگار نمبر' ڪڍيو. هي هن رسالي جو آخري شمارو هو. تعداد جي لحاظ سان هن تاريخي انگريزي رسالي جا نوي (90) کن پرچا ڇپيا. هونئن ته هي رسالو هر ان عالم، اديب ۽ اسڪالر لاءِ جاري ٿيو هو جيڪو سنڌ بابت مواد تيار ڪري، لکي ۽ ڇپرائي. پر هن پرچي جي انفرادي خاصيت خود شاهه صاحب جا مضمون هوندا هئا. پروفيسر صاحب پاڻ رسالي جو ايڊيٽر هو. ان پسمنظر ۾ هر پرچي ۾ خود شاهه صاحب جو لکيل اداريو موجود هوندو هو. ايڊيٽر جي اداريي ۾، سنڌ ۽ پاڪستان جي سياسي، اقتصادي، لساني، تعليمي، ثقافتي، قومي ۽ خارجه پاليسيءَ تي دل کولي لکيو ويندو هو. اڄ پاڪستان کي جيڪي به سنگين مسئلا سامهون آهن، تن تي سنڌ جي هن محب وطن دانشور نهايت بيباڪيءَ سان لکيو. ڪاش ويهه ٽيهه سال اڳ شاهه صاحب جي لکيل تحريرن کي پاڪستان جا حڪمران جيڪڏهن سنجيدگيءَ سان وٺن ها ته هوند اڄ پاڪستان جي هيءَ بربادي، افراتفري، بدنظمي ۽ ڇڙواڳي متاهينءَ سطح تي نه پهچي ها. شاهه صاحب جي انگريزي تمام خوبصورت، روان ۽ ڪشش ڪندڙ هئي. هُو رسالو 'سنڌ ڪئارٽرلي' شاهه صاحب جي سنڌ جي حوالي سان هڪ وڏي خدمت آهي.

سيد غلام مصطفيٰ شاهه سنڌي زبان ۾ ڪجهه ڪتاب لکيا، جن جو مختصر ذڪر ڪجي ٿو.

شاهه صاحب 1953ع ۾ آمريڪا ۽ يورپ جو تعليمي سفر ڪيو. ان دوران اتي جيڪي ڪجهه ڏسندو هو ان بابت روزانو هڪ عدد خط اخبار 'الوحيد' کي لکي موڪليندو هو. اخبار ۾ اهي خط پابنديءَ سان شايع ٿيندا هئا. انهن معلوماتي خطن تي مشتمل ڪتاب 'سير ۽ سفر' 1962ع ۾ سنڌي ادبي بورڊ ڇاپي پڌرو ڪيو. هن ڪتاب ۾ ٻي عالمگير جنگ کانپوءِ زوال پذير يورپ ۽ نئين ابرندڙ آمريڪا جي سماج، تعليم، ثقافت ۽ سياست تي عالمانه نظر وڌل آهي. ڪتاب احسان بدويءَ مرتب ڪيو هو.

**'معاشرو ۽ تعليم'** شاهه صاحب جو ٻيو ڪتاب آهي، جيڪو به سنڌي ادبي بورڊ 1974ع ۾ ڇپيو هو. جنهن ۾ 6 عدد سماج ۽ علم جي حوالي سان تقريرون آهن. جن ۾ شاهه صاحب هڪ تعليمي ماهر نظر اچي ٿو. ڀُٽي صاحب جي حڪومت 1977ع ۾ ختم ٿي. غلام مصطفيٰ شاهه ٻن سالن کان 'سنڌ ڪئارٽرلي' ۾ ڀٽي حڪومت جي خامين تي خوب لکندو رهيو. ڀٽي کانپوءِ فوجي حڪومت آئي ته سنڌي عوام نسورو آزار ۾ اچي ويو. شاهه صاحب هڪ مدبر ۽ دلير دانشور طور ڀٽي ۽ ضياء الحق جي دؤر جي ڪَٽ ڪندي هي ڪتاب (سنڌي معاشرو ۽ ان جو مستقبل) ڇپرايو هو. ڪتاب جي ابتدا ۾ فڪر انگيز 'مقدمو' لکندي، شاهه صاحب سنڌي سماج جي انيڪ خرابين جي ڀرپور نشاندهي ڪئي آهي. هي ڪتاب 1978ع ۾ ڪراچيءَ مان مصنف پاڻ ڇپرايو هو.




سيد غلام مصطفيٰ شاهه جي هڪ انگريزي ڪتاب جو عڪس

سنڌ جي هن ڏاهي ۽ تعليمي مفڪر، وفاقي وزير تعليم هجڻ واري دؤر ۾، پاڪستان ۾ تعليمي زوال جي سببن تي به هڪ انگريزي ڪتاب لکيو هو. جنهن جو سنڌي ترجمو محمد ابراهيم جويي ۽ حبيب الله صديقيءَ گڏجي ڪيو هو ۽ اهو ترجمو سنڌي ادبي بورڊ **'پاڪستان جو تعليمي نظام'** عنوان سان 1990ع ۾ ڇپيو هو. ڪن سببن جي ڪري ڪتاب عام نه ٿي سگهيو. انهن ڪتابن کان پوءِ آمريڪي فلسفي ول ڊيورانٽ جي مشهور ڪتاب Lessons of History جو سنڌي ترجمو **'تاريخ جا سبق'** شاهه صاحب منظر تي آندو. هي ڪتاب شاهه صاحب ۽ سندس گهرواريءَ عزيزه غلام مصطفيٰ شاهه ترجمو ڪيو هو ۽ 'تاريخ جا سبق' جي نالي سان 1994ع ۾ ڇاپيو هو. سال 1998ع ۾ شاهه صاحب مشهور تعليمي ماهر ۽ اديب محمد اسماعيل عرسانيءَ جا به ڪتاب: **'بدنصيب ٿري'** ۽ **'سنڌي سهاڄهڙا'** مرتب ڪري پنهنجي پيش لفظ سان ڇپرايا.

سيد غلام مصطفيٰ شاهه جا ڪي نصابي ڪتاب به ڇپيل آهن. ان کان سواءِ ٻه عدد ڊڪشنريون **'انگريزي- سنڌي ڊڪشنري'** (دفتري سنڌي: 1972ع) ۽ **'سنڌي زبان جي بنيادي لغت'** (1976ع، ٻين عالمن جي اشتراڪ سان) پڻ شاهه صاحب جي ڪريڊٽ تي آهن. ان کان سواءِ هن جا ڪيترا مضمون: 'ڪتاب'، 'استاد' ۽ 'سنڌي معاشرو' وغيره عنوانن سان پڻ ڇپيا هئا. پروفيسر غلام مصطفيٰ شاهه جا ڪيترا سنڌي مضمون، تقريرون ۽ خطبا توڙي انٽرويو اڃا تائين گڏ ٿي ڇپجي نه سگهيا آهن. جيڪڏهن انهن کي گڏ ڪري شايع ڪجي ته سنڌي زبان جي علمي ذخيري ۽ فڪري ادب ۾ گهڻي ڪشادگي پيدا ٿيندي.

پروفيسر سيد غلام مصطفيٰ شاهه بنيادي طرح انگريزي زبان جو عالم هو. هن انگريزي زبان ۾ لکڻ شروع ڪيو ۽ آخر تائين هن ٻوليءَ ۾ لکڻ جو عمل جاري رکيائين. سندس لکيل، مرتب ڪيل ۽ ايڊٽ ڪيل

انگريزي ڪتابن جو وچور هن طرح آهي:

- A Principals' Papers
- Towards Understating the Muslims of Sindh
- Legacy of Britain
- Cross in the Subcontinent (The British in the subcontinent)
- Education of Pakistan: An appeal and a prayer
- Bhutto: The Man and the Martyer
- General Zia: His Winged Death and the Aftermath
- Indus Basin: Tragic Sale of Pakistan Waters and Kalabagh Dam
- Aboriginal tribes of India (Edit)
- Corpus of Indus seals and Inscriptions (Co-editor) Vol. 02, Helsinki.

شاهہ صاحب، سنڌ جي معاشري ۽ تعليم جي تباهيءَ، پاڪستاني سياست جي ناڪاري رخن، ڪامورن جي ڇڙواڳي، پاڪستان جي معيشت جي تباهي هجي يا پاڪستاني حاڪمن جي نااهلي، ملڪ جي اڻ وڻندڙ نظام، نام نهاد قومي ٻوليءَ جي برتري ۽ پاڪستان جي مقامي ٻولين جي وجود جي انڪار واري مسئلي، سنڌ



سيد غلام مصطفيٰ شاهہ ۽ آسڪو پارپولا، علمي بحث مباحثي ۾ مصروف

جي پاڻيءَ تي ڌاڙي ۽ سنڌ جي زراعت جي بربادي‌ءَ جو معاملو، ملڪ جي درياهن جي وڪري، تڪراري ڪالاباغ ڊيم جي تعمير جي معاملي، بنگالي مسلمانن سان ڏاڍاين جي مسئلن، پاڪستان ۾ تعليمي ۽ ثقافتي زوال، سنڌ جي علم ۽ علمي ادارن جي تباهي، فوجي آمريتن جي دؤر ۾ آئين ۽ قانون جي پائمالي، جمهوري دؤر ۾ جمهور جي گلي گهُٽڻ جي معاملي تي پروفيسر سيد غلام مصطفيٰ شاهہ نهايت جرئت سان قلم کنيو ۽ عوامي سجاڳيءَ جا موقعا پيدا ڪيا، حڪومتن جي ضمير کي جنجهوڙيو ۽ دنيا کي پاڪستان جو اصلي چهرو ڏيکارڻ جي جستجو ڪئي.

پروفيسر صاحب هڙاپا ۽ موهن جي دڙي تان لڌل مهرن ۽ لکتين کي پڙهائڻ لاءِ ڪم جي ابتدا ڪئي، ان ڏس ۾ فن لينڊ جي اسڪالر آسڪو پارپولا جي رٿ تي، يونيسڪو جي تعاون سان هڪ علمي رٿا تيار ڪئي وئي، پراجيڪٽ جي لاءِ ڏوڪڙ ڏيڻ جو بندوبست

يونيسڪو کي ڪرڻو هو ۽ باقي گهربل تعاون هندستان ۽ پاڪستان جي سرڪارن کي ڪرڻو هو. مقصد هي هو تہ سڄيءَ دنيا مان سنڌو تهذيب جون مهرون هٿ ڪري اپياس ڪرڻ جي ڪوشش. فن لينڊ جي اداري Academy of Sciences and Letters کي پارپولا جي سرپرستيءَ ۾ ڪرڻي هئي، جيڪو ادارو اڄ ڏينهن تائين ان ڪم ۽ تحقيق ۾ مصروف هو The Corpus of Indus seals and Inscriptions (CISI) نالي هن ڪتاب جو پهريون جلد، حڪومت هند جي سهڪار سان 1987ع ۾ شايع ٿيو هن جلد ۾ جيڪو مواد آهي، ان جو تعلق هندستان ۾ مليل مذڪوره لکتن ۽ مهرن سان آهي. جلد ٻئي جو تعلق پاڪستان ۾ مليل آثارن سان هو هي جلد شايع ڪرڻ ۾ تڏهن آساني پيدا ٿي، جڏهن سيد غلام مصطفيٰ شاهہ وفاقي وزير تعليم هو هن صاحب پنهنجي وزارت ۽ حڪومت پاڪستان جي ٻين ادارن

سيد غلام مصطفيٰ شاهہ جي هڪ انگريزي ڪتاب جو عڪس

کان، آسڪو پارپولا کي تڪڙي گهربل مدد فراهم ڪرائي. ان پس منظر ۾ ٻيو جلد 1991ع ۾ ڇپجي نروار ٿيو هن جلد تي آسڪو پارپولا ۽ غلام مصطفيٰ شاهہ جو مفصل مهاڳ پڙهڻ لائق آهي. رٿا جو ٽيون جلد (متفرقہ) جون 2010ع ۾ جاري ٿيو انڊس مهرن ۽ ڪتبن تي پارپولا سان گڏ ٻين محققن بہ ٽنهي جلدن تي ساٿي ايڊيٽر طور ڪم ڪيو. انگريزي تصنيف ۽ تاليف ۾ شاهہ صاحب جو هي ڪم وڏي اهميت رکي ٿو.

سنڌ جي هن عظيم انسان ڪيترن علمي ۽ ادبي ادارن جي سربراهہ ۽ ميمبر طور ڪم ڪيو شاهہ صاحب هڪ نيم سياسي تنظيم 'سرونٽس آف سنڌ سوسائٽي' 1985ع ۾ قائم ڪئي هئي، جيڪا جماعت وڏي عرصي تائين فعال رهي. شاهہ صاحب جي وفات کانپوءِ ان جو سربراهہ سراج الحق ميمڻ ٿيو جنهن محمد ابراهيم جويي ۽ ٻين سڄاڻ سنڌين جي مدد سان ان کي فعال رکيو سوسائٽي ڪڏهن ڪڏهن گڏجاڻيون ڪري، سنڌ جي ٻرندڙ مسئلن بابت غور ويچار ڪري ٺهراءُ ۽ پريس بيان ڪڍي، وقت جي حڪومت جو ڌيان ڇڪرائڻ جي ڪوشش ڪندي هئي. هن جماعت بابت سمورو مواد گڏ ڪري شاهہ صاحب هڪ ڪتاب جي صورت ۾ 1998ع ۾ ڇپرائي ڇڏيو ۽ ان کي 'سنڌ ڪنارڙلي' (نمبر 1، سال: 1998ع) جو روپ ڏنو

شاهہ صاحب بنيادي طرح هڪ زميندار هو ان ڪانسواءِ جديد علمن جو ڄاڻو، تعليمي ماهر ۽ بهترانگريزي ڳالهائيندڙ اسڪالر هو ان پسمنظر ۾ هن داناءَ انسان دنيا جي ڪيترن ئي ملڪن جو سير سفر ڪيو هر سال يورپ ۽ خاص ڪري فن لينڊ، ناروي، سئيڊن ۽ ڊينمارڪ

جي سياحت تي ويندو هو. سندس مقصد رڳو دنيا ڏسڻ نه هو، پراڻي جي علمي دنيا کي روبرو ڏسڻ ۽ سمجهڻ هوندو هو. اهوئي سبب آهي، جو غلام مصطفيٰ شاھ هڪ وسيع سوچ ۽ فڪر وارو عالم ٿي گذريو آهي. مذڪوره ملڪن توڙي دنيا جي ڪنڊ ڪڙڇ ۾ سندس دوستن جو حلقو وسيع هو. سنڌ ۾ اردودان طبقي ۾ ڊاڪٽر جي. ايم. مهڪري، پروفيسر ڪرار حسين، مظهر يوسف ۽ ڊاڪٽر محمود حسين سندس خاص علمي دوست هئا. سينيئر سنڌي اديبن ۾ جي. ايم. سيد، شيخ عبدالمجيد سنڌي، محمد ابراهيم جويو، ايم. ايچ. پنهور، پير حسام الدين راشدي ۽ مولانا غلام مصطفيٰ قاسمي توڙي غلام محمد گرامي، سيد غلام مصطفيٰ شاھ جا هم خيال علمي ۽ ذاتي دوست شمار ٿيندا هئا.

سيد غلام مصطفي شاھ، 81 سالن جي ڄمار ۾، 09 آڪٽوبر 1999ع تي وفات ڪئي. سندس مزار ڪراچي شهر جي قديم ميوا شاھ قبرستان ۾ آهي.

**سيد غلام مصطفيٰ شاھ ميرڪ**: ميرڪ سيد غلام مصطفيٰ شاھ ولد سيد غلام رسول شاھ، 24 ڊسمبر 1920ع تي سکر پراڻيءَ ۾ ڄائو. سنڌي فائنل جو امتحان پاس ڪري تعليم کاتي ۾ ملازمت اختيار ڪيائين ۽ هيڊماستر ٿي رٽائر ٿيو. هي فارسي، اردو ۽ سنڌي ٻولين جو وڏو ڄاڻو هو. پاڻ تصوف، علم ادب ۽ تاريخ سان گهري دلچسپي رکندو هو. هن وٽ پنهنجي خاندان جا ڪيترائي ناياب قلمي نسخا شجرا ۽ ٻيو قيمتي مواد موجود هو. جنهن جي آڌار تي 'تاريخ موسوي سادات' جي نالي سان هڪ ڪتاب مرتب ڪيائين. آزاد طبع ۽ صوفي خيالن جو ماڻهو هو.

هي ڪلاسيڪي موسيقي توڙي سنڌ جي روايتي راڳ جو ماهر ۽ ڄاڻو هو. سيد منور علي شاھ معصوميءَ کان ڪجھ وقت راڳ جي فن جي سکيا حاصل ڪيائين. هن آخر ۾ پنهنجي خاندان جي بزرگن جي ناراضگيءَ جي ڪري ڳائڻ وڄائڻ ڇڏي ڏنو. سير ۽ سياحت جو شوقين هو. ننڍي کنڊ جي اڪثر اوليائن جي درگاهن جون زيارتون ڪيون هئائين. هن 'تذڪره پوراڻي سادات' لکڻ وقت سيد حسام الدين راشديءَ کان ڪافي مواد گڏ ڪيو هو. سنڌ جي مشهور مؤرخ رحيمداد خان مولائي شيدائيءَ سان به سندس سٺا تعلقات قائم هئا ۽ ڪيس موسوي سادات جي مختصر تاريخ لکڻ وقت پڻ مواد ڏنو هئائين.

هن 28 ڊسمبر 1991ع تي وفات ڪئي.

**سيد غوث حسين شاھ**: سيد غوث حسين شاھ، جنهن کي 'غوث پاڪ' به چون ٿا. درويش ۽ ڪرامت جو صاحب هو. سترهين صدي عيسويءَ جو آيل معلوم ٿئي ٿو. سندس مزار ڳوٺ شير محمد سولنگي تعلقي دادوءَ ۾ آهي. مٿس هڪ عاليشان مقبرو ٺهيل آهي. روزانو ڪيترائي ماڻهو زيارت لاءِ ايندا آهن. هر سال ذوالحج مهيني جي 12 تاريخ کان ٽي ڏينهن ميلو لڳندو آهي. ميلي ۾ ملاکڙو ۽ راڳ رنگ جي محفل به ٿيندي آهي.

**سيد غوث علي شاھ**: سنڌ جو ناميارو قانوندان، تجربيڪار پارليامينٽيرين، ادب ۽ ثقافت جو سرپرست ۽ اڳوڻو جسٽس، سيد غوث علي شاھ، پهرين جنوري 1934ع تي خيرپور ميرس جي پرسان ڳاڙهي موري نالي ڳوٺ ۾، هڪ معزز سيد خاندان ۾ ڄائو. 1950ع ڌاري ناز هاءِ اسڪول خيرپور مان امتيازي حيثيت ۾ ميٽرڪ پاس ڪري ڪانپوءِ ڪراچيءَ جي سنڌ مسلم ڪاليج مان گريجوئيشن (1955ع) ۽ سنڌ مسلم لا ڪاليج مان ايل. ايل. بي جي ڊگري (1957ع) حاصل ڪيائين.



1957ع کان 1979ع تائين وڪالت ۾ محنت سان نالو ڪڍيائين، جنهن ڪري سندس شمار ملڪ جي مشهور فوجداري وڪيلن ۾ ٿيڻ لڳو. لاڳيتو ڇهن سالن تائين خيرپور ڊسٽرڪٽ بار ايسوسيئيشن جو صدر ٿي رهيو. قومي سطح تي پاڪستان بار ڪائونسل جي چونڊن ۾ 1974ع ۾ ضلعي بار ائسوسيئيشن خيرپور جو صدر، ساڳئي سال پاڪستان بار ڪائونسل جو ميمبر ۽ 1975ع ۾ وائيس چيئرمئن چونڊيو. 19 جولاءِ 1979ع تي سنڌ هاءِ ڪورٽ جو جج مقرر ٿيو.

سيد غوث علي شاھ جي خدمتن ۽ صلاحيتن جي پيش نظر 1981ع ۾ ڪيس تعليم، ثقافت، سياحت، راندين ۽ قانون جو صوبائي وزير مقرر ڪيو ويو. ان دور ۾ سنڌي ادبي بورڊ جي سرپرستيءَ سان گڏ هڪ ڪروڙ روپين جي رقم سان بورڊ لاءِ جديد ترين آٽوميٽڪ آفسيٽ پرنٽنگ مشينريءَ جي جرمنيءَ مان درآمد ۽ ڪمپيوٽرن ذريعي فوٽو ٽائيپ سيٽنگ سسٽم جي تنصيب سندس نهايت ڀٽپ جوڳا ترقياتي ڪارناما آهن. ان طرح سچل اڪيڊميءَ جو قيام ۽ سچل سرمست ڪلچرل ڪامپليڪس جي تعمير سندس ئي ذاتي دلچسپيءَ سان ٿي. سٽ واري ڏهاڪي کان وٺي سچل سرمست يادگار ڪميٽيءَ ۾ آغا عبدالنبي عليگ، ايم. ڊي. لالا، ڊاڪٽر عطا محمد حامي، سيد قائم علي شاھ، تنوير عباسي، هادي بخش لاڙڪ ۽ ٻين علمي ڪارڪنن سان گڏ متحرڪ ۽ سرگرم رهيو. وزير تعليم ۽ ثقافت واري دور ۾ سچل نيشنل سيمينار، رني ڪوٽ سيمينار، منصوره سيمينار، پنهور سيمينار، سنڌي ادب سيمينار، سکر بئراج گولڊن جوبلي تقريب وغيره کي سندس سرپرستي حاصل رهي. ڪراچيءَ ۾ سنڌ آرڪائيوز ڪامپليڪس جو سنگ بنياد ۽ ان جو قيام سندس علمي ڪاوشن جو ثبوت آهي. 85-1984ع ڌاري قانون، مقامي حڪومت ۽ ڳوٺاڻي ترقياتي کاتن جو صوبائي وزير رهيو. صوبائي اسيمبليءَ جي ميمبر چونڊجڻ کانپوءِ قائد ايوان جي حيثيت ۾ 1985ع کان 1988ع تائين سنڌ جو وزيراعليٰ رهيو. ان دوران سندس دلچسپيءَ سان شاھ لطيف ڪئمپس خيرپور کي مڪمل يونيورسٽيءَ جو درجو مليو.

 سيد فاضل شاهه ’فاضل‘

سيد غوث علي شاهه، 1991ع ۾ قومي اسيمبليءَ جي ميمبر چونڊجڻ کانپوءِ 1993ع تائين پاڪستان جو وزير دفاع رهيو. بعد ۾ 1997ع ۾ قومي توڙي صوبائي ٻنهي سيٽن تي ڪامياب ٿيڻ کانپوءِ صوبائي نشست تان استعيفا ڏنائين ۽ مرڪز ۾ 1999ع تائين وفاقي وزير تعليم ٿي رهيو. ستت ئي کيس سنڌ سرڪار جو ڪاروهنوار هلائڻ لاءِ وزيراعظم پاڪستان جو مشير (چيف ايگزيڪيوٽو) مقرر ڪيو ويو. جنهن عهدي جا اختيار وزيراعليٰ وارا ۽ رتبو وفاقي وزير جي برابر هو. 12 آڪٽوبر 1999ع تي فوج جي سربراهه جنرل پرويز مشرف اسيمبليون توڙي اقتدار تي قبضو ڪري ورتو ۽ مسلم ليگ (ن) جي حڪومت جو خاتمو ٿيو. جنهنڪري سيد غوث علي شاهه ڪيترو وقت ڪيسن کي منهن ڏيندو رهيو. آڪٽوبر 2001ع کان آگسٽ 2008ع تائين علاج ۽ آرام خاطر لنڊن ۾ مقيم رهيو.

پاڪستان مسلم ليگ (ن) جي هڪ سينيئر رهنما جي حيثيت ۾ کيس مختلف وقتن تي سنڌ صوبي جو پارٽي صدر مقرر ڪيو ويو. ان عهدي تي 2013ع جي آگسٽ تائين سرگرم رهيو ۽ 30 آگسٽ 2013ع تي اخبارن موجب هُن پارٽيءَ سان اختلافن سبب صوبائي صدر مسلم ليگ (ن) تان استعيفا ڏئي ڇڏي آهي.

تازو پاڪستان جي صدارتي چونڊن ۾ مسلم ليگ (ن) طرفان ’صدر مملڪت‘ لاءِ جيڪي نالا اميدوار طور ظاهر ڪيا ويا هئا، تن ۾ غوث علي شاهه جو نالو به هو پر بعد ۾ اهو واپس ورتي، صدارت لاءِ ممنون حسين کي مقرر ڪيو ۽ کيس صدر چونڊيو ويو. ساڳئي عرصي ۾ سنڌ جي گورنر طور مقرريءَ لاءِ پڻ سندس نالو گردش ۾ رهيو پر ائين پڻ نه ٿي سگهيو. نتيجي ۾ قيادت سان ٿيل اختلافن سبب پاڻ تازو پارٽيءَ جي عهدي تان استعيفا ڏئي ڇڏيائين.

سيد غوث علي شاهه کي سچل سرمست ۽ علامه اقبال سان خصوصي لڳاءُ رهيو آهي. هڪ دور ۾ اقبال اڪيڊميءَ طرفان هر سال لاهور ۾ ’بزم اقبال‘ جي پروگرامن ۾ کيس خصوصي مقرر طور ڪوٺيو ويندو هو. اقبال تي نمايان علمي خدمتن جي اعتراف ۾ 1979ع ۾ کيس ’علامه اقبال صدي جشن تقريبات‘ ۾ گولڊ ميڊل ڏنو ويو. 1978ع ۾ جرمنيءَ جي هائيڊلبرگ يونيورسٽيءَ کيس اقبال تي خطاب لاءِ دعوت ڏني، جتي هن ’علامه اقبال- مشرق ۽ مغرب جو سنگم‘ جي موضوع تي جامع ليڪچر ڏنو. سندس ذاتي ڪتبخاني ۾ ڪتابن جو هڪ قابل قدر ذخيرو موجود آهي.

**سيد فاضل شاهه ’فاضل‘**: نامور شاعر سيد فاضل شاهه ولد سيد حيدر شاهه 1836ع ڌاري حيدرآباد ۾ پيدا ٿيو. سندس وڏا مرزا عيسيٰ خان ترخان جي زماني ۾ ايران مان لڏي اچي ٺٽي ۾ رهيا هئا، جتان پوءِ حيدرآباد لڏي آيا. فاضل شاهه آخوند محمد صابر هالائيءَ کان قرآن پاڪ پڙهيو. پارسي ۽ عربيءَ جي تعليم مولوي عبدالله ولهاريءَ کان حاصل ڪيائين.

تعليم حاصل ڪرڻ کان پوءِ ڪتابن جو مطالعو ڪندو هو. سندس زماني ۾ ڪنهن به پڙهيل ۽ قانون جي واقفڪار کي وقت جو مئجسٽريٽ قانوندانيءَ جو سرٽيفڪيٽ ڏيندو هو ته سرڪار ان کي وڪالت جي سند ڏيندي هئي ۽ هو وڪالت ڪري سگهندو هو. اهڙي ماڻهوءَ کي ’مختيار‘ ڪري سڏيندا هئا. فاضل شاهه کي به اهڙي سَند مليل هئي ۽ هو وڪالت ڪندو هو. سيد فاضل شاهه غريبن جا مفت ڪيس وڙهندو هو.

1873ع کان 1878ع تائين حيدرآباد شهر جي جيڪا سٽي سروي ٿي، ان ۾ هن ڪيترن ئي غريبن جي قبضي ڪيل زمين ۽ دڪان باٿر ماڻهن کان مفت ڪيس وڙهي ورتائي ڏنا.

سيد فاضل شاهه مسلمانن جي ترقيءَ ۽ واڌاري جي ڪمن ۾ دلچسپي وٺندو هو. مرزا قليچ بيگ لکي ٿو ته، ”فاضل شاهه، حسن علي آفنديءَ جو سنگتي ۽ صحبتي هو ۽ انجمن اسلام جي ڪمن ۾ سندس مدد ڪندڙ هو. وقت جي نامور شاعرن سان سندس گهرا تعلقات هئا ۽ هو علم عروض جو اڪابر سمجهيو ويندو هو. محمد صديق ’مسافر‘ پڻ به سال هن کان علم عروض جا سبق ورتا هئا.“

سيد فاضل شاهه جا جيڪي ڪتاب شايع ٿيل آهن، انهن ۾: (1) ديوان فاضل (1873ع: (2) سنڌي ٻوليءَ جو پهريون تنقيدي ڪتاب ’ميزان الشعر‘، (3) ’چونڊ ڪافيون‘ ۽ (4) قرآن شريف جو سنڌيءَ ۾ تفسير قابل ذڪر آهن. سندس ڪلام ۾ گهڻن سان ڪيترا اهڙا شعر به ملن ٿا، جن ۾ غزل جي سموري سونهن سمايل آهي.

سندس ڪلام نموني طور هيٺ ڏجي ٿو:

برهه جي بات کان نه ڪريان بس،
لئون جي لات کان نه ڪريان بس،

-

محبت مار مار ته به آءُ،
يار جي ذات کان نه ڪريان بس،

-

منجهه فراقن سدا ڪري ’فاضل‘،
هاءِ هيهات کان نه ڪريان بس.

فاضل شاهه، زندگيءَ جي پوين سالن ۾ زهد ۽ عبادت ڏانهن پاڻ کي گهڻو رجوع ڪيو هو. سچو ڏينهن مسجد ۾ عبادت ڪندو رهندو هو.

سيد فاضل شاهه غزل جي ابتدائي اوسر واري دور جو شاعر هو. هن پنهنجي والد جي 1888ع ۾ وفات بعد وڪالت جو ڌنڌو ڇڏي ڏنو ۽ عالماڻي ۽ فقيراڻي روش اختيار ڪئي. سندس چاچي جي وفات بعد کيس هڪ اسڪول ۾ قاضي ۽ مفتي به مقرر ڪيو ويو هيءَ فتوائن جي ڪم ۾ پنهنجي چاچي جي ڪافي مدد ڪندو هو.

هن 2 ڊسمبر 1901ع ۾ وفات ڪئي.

**سيد فتح الدين شاهہ:** سيد فتح الدين شاهہ ولد ويڏل شاهہ، جهانيان خاندان مان گذريل صديءَ جي اڳياڙيءَ ۾ ٿي گذريو آهي. ننديءَ جمار ۾ ئي پاڻ پروڙڻ جي خيال سان ڪوهستان جي نئين هارڻ طرف هڪ ويران هنڌ تي چلا نشيني ۽ رياضتون ڪيون. مجرد ۽ تنها رهڻ ڪي گهڻو پسند ڪندو هو نيٺ اتان پيرين پنڌ ڪري جهوڪ شريف ۾ اچي صوفي فضل الله قلندر کان فيض حاصل ڪيائين ۽ پوءِ ٽنڊي جهانيان، حيدرآباد ۾ اچي شادي ڪري مستقل سڪونت اختيار ڪيائين.

فتح الدين شاهہ 102 سالن جي ڊگهي جمار ۾ 26 محرم الحرام 1291هہ/ 15 مارچ 1874ع تي وفات ڪئي، سندس مزار شهيدن جي قبرستان ۾ آهي، جتي هر سال 26 محرم تي ميلو لڳندو آهي.

سيد فتح الدين شاهہ سنڌي، اردو ۽ فارسيءَ جو صاحب ديوان شاعر هو. سندس شاعري عشق ۽ محبت جي جذبن سان ڀرپور آهي. ڪلام ۾ تشبيهن ۽ استعارن جو سٺو استعمال ٿيل اٿس. سندس ڪلام تصوف جي عارفاڻي نڪتن تي مشتمل آهي، نموني طور سندس هڪ ڪلام هيٺ ڏجي ٿو:

وحدت جي ويڙهہ ۾ وهم نہ ڪو وهنوار،
حق حقيقت آهي، نقطو هي نروار!
تن ڪي تسا ڏئي ڪري آيا ڪشالا،
ٻريا ماهہ مشعالا، ويراڳي وڻڪار،
طالب طلبي توڙ ڪئي، فائض فيض درياهہ،
رهبت روشن راهہ، بيرنگي بازار،
چپ چاشني ڪئي، خاموشي منجهہ خيالا،
پر ڪري ڪي پيالا، لالائي لغار،
نينهن نمازي آهي، عشق ٿيو امام،
فتح هي خودي خام، اڳيون اسرار.

**سيد فتح محمد شاهہ شيرازي:** ناميارو خطاط سيد فتح محمد شاهہ ولد سيد حاجي شاهہ، 21 اپريل 1841ع ڌاري روهڙيءَ ۾ ڄائو. سيد فتح محمد شاهہ جا وڏا اصل ۾ ٺٽي جا رهاڪو هئا. سيد علي ثاني، شيرازيءَ جي اولاد مان سيد جمال شاهہ شيرازيءَ نالي هڪ بزرگ ٻارهين صديءَ هجريءَ ڌاري ٺٽي مان لڏي اچي روهڙيءَ ۾ سڪونت اختيار ڪئي. سيد فتح محمد شاهہ جي نسب جو سلسلو سيد جمال شاهہ سان ملي ٿو. سيد فتح محمد شاهہ پنهنجي دور جو هڪ بهترين خوش نويس هو 'مجموعہ رقعات' جي نالي سان سندس هڪ ڪتاب پڻ لکيل آهي. هي نسخو 'خط نسخ' ۾ قديم دور جي ٿلهي پني تي لکيل آهي.

**سيد فتح محمد شاهہ لڪياري:** سيد فتح محمد شاهہ حيدرآباد جي لڪياري سيدن مان هو 1843ع ڌاري جڏهن انگريزن ميرن کان حڪومت کسڻ لاءِ سنڌ تي ڪاهہ ڪئي، تڏهن سيد فتح محمد شاهہ پنهنجن مريدن توڙي ٻين سنڌين کي انگريزن خلاف ميرن جو ساٿ ڏيڻ جي اپيل ڪئي ۽ پنهنجي مريدن جو ويڙهاڪ لشڪر وٺي مياڻيءَ جي ميدان ۾ بلوچن جي فوج سان اچي مليو ان وقت تمام گهڻن سيدن سندس سڏ تي انگريزن خلاف جنگ ۾ حصو ورتو هن مياڻيءَ جي جنگ ۾ پنهنجي بهادريءَ جا جوهر ڏيکاريا. توڙي جو انگريزن جو لشڪر گهڻو ۽ جديد هٿيارن سان هو پوءِ بہ سنڌين ۽ بلوچن تلوارن ۽ ڀالن ذريعي دشمن کي تمام گهڻو نقصان رسايو سيد فتح محمد شاهہ ان جنگ ۾ ڌرتيءَ جي حفاظت لاءِ وڙهندي شهيد ٿيو.

**سيد فدا حسين شاهہ:** شوبز جي نامور شخص سيد فدا حسين ولد گل حسن شاهہ جو جنم 30 سيپٽمبر 1965ع تي مٽياريءَ ۾ ٿيو. ننڍپڻ کان سندس رجحان فلمون ڏسڻ ۽ انهن بابت معلومات گڏ ڪرڻ رهيو ان معلومات جي آڌار تي هن شوبز تي لکڻ کي پيشي (Profession) طور اختيار ڪرڻ جو فيصلو ڪيو. 1990ع واري ڏهاڪي ۾ سنڌي صحافت جي ترقيءَ لاءِ سنڌي اخبارن جي اجراء جو رجحان وڌڻ سبب سنڌيءَ ۾ شوبز (ٽي. وي ۽ فلمي دنيا) تي لکڻ جو رواج پيو. ان



حوالي سان فدا حسين شوبز بابت لکڻين سان عملي طور صحافتي ڪم جو آغاز ڪيو. سيد فدا حسين شاهہ سنڌيءَ ۾ شوبز تي لکندڙ اوائلي صحافيءَ جي حيثيت ۾ سڃاتو وڃي ٿو. هن پنهنجي علمي زندگيءَ جو آغاز عبرت اخبار ۽ رسالي ۾ لکڻ سان ڪيو بعد ۾ مشهور سنڌي رسالي 'سهڻي' ۽ ڪجهہ عرصو ڪاوش گروپ سان واڳيل رهيو. طارق اشرف جي رسالي سهڻيءَ ۾ لکڻ دوران پارت جي فلم ڊائريڪٽر يش چوپڙا ڪيس خط لکيو، جنهن جو عڪس سهڻي رسالي ۾ ڇپيو. عبرت مئگزين ۾ سندس ڪالم 'بمبئي انڪوائري' کي ڏاڍي شهرت ملي، ان سان گڏ سيد فدا حسين شاهہ، اردو رسالي 'اخبارِ جهان' ۾ بہ 'بمبئي کي فلمي سرگوشيان' جي نالي سان ڪافي وقت لکيو. ان کان سواءِ ڪيترن اردو، انگريزي مخزنن: وومينس ورلڊ، فاصلہ، رابطہ ۽ جنگ ۾ فدا حسين شاهہ فيشن نقاد جي حيثيت سان سنڌيءَ ۾ پهريون ڀيرو فيشن تي لکيو آهي. سنڌي پرت ۽ سنڌي فيشن کي نمايان ڪرڻ سان گڏ هن سموري دنيا جي فيشن تي ٽيڪا ٽپڻي ڪئي آهي. بي. بي. سي ۽ سي. اين. اين کان سواءِ انٽرنيشنل شوبز ۽ فيشن ويب سائيٽن تي پڻ لکندو رهي ٿو ڪيس فلمي ۽ فيشن انسائيڪلوپيڊيا سمجهيو وڃي ٿو. ڊانس تي مهارت رکندڙ سيد فدا حسين شاهہ، شاعريءَ کانسواءِ ٽي. وي ٽاڪ شوز ۽ ريڊيو تي بہ موسيقي، فيشن ۽ شوبز جا پروگرام ڪندو رهي ٿو جڏهن تہ سماجي تنظيمن ۾ انساني حقن تي ليڪچر بہ ڏئي ٿو

**سيد فضل شاهہ 'فضل':** سيد فضل علي شاهہ، 24 ربيع الاول 1284هہ/ 1867ع ۾ مدئجي، تعلقي ڳڙهي ياسين، ضلعي شڪارپور ۾ جنم ورتو سندس شجرہ نسب امام موسيٰ ڪاظم سان ملي ٿو سيد

فضل علي شاه ڪافيءَ جو بهترين شاعر هو. شاعريءَ ۾ 'فضل' تخلص استعمال ڪندو هو. سندس وڏو ڀاءُ سيد شاهنواز شاه پڻ ڪافيءَ جو شاعر هو. سيد فضل علي شاه، سچل جي درگاه سان وابسته ٿيو ۽ سخي قبول محمد اول جو طالب بڻيو ۽ تنهن ڪانپوءِ باقاعدي شاعري ڪرڻ لڳو. جنهن ۾ سه حرفيون، ڪافيون، منقبتون جججهي تعداد ۾ لکيائين. جيڪي مختلف صوفي سنگن ۾ ڳايون وڃن ٿيون. ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ جيڪو ڪافين جو ڪتاب مرتب ڪيو هو، ان ۾ پڻ سندس ڪافيون شامل آهن. هن حضرت سچل سرمست جي فارسي شاعريءَ جو قلمي نسخو 'عشق آشڪارا' ۽ سيد ثابت علي شاه جي شاعريءَ جو پڻ قلمي نسخو تيار ڪيو هو. جيڪو سندس پونيرن وٽ محفوظ آهي. سنڌي ۽ سرائڪيءَ ۾ ڪافيون لکيائين.



سيد فضل شاه روحاني پيشوا به هو. سندس مريدن جو سنڌ ۽ بلوچستان ۾ ڪافي تعداد هو. سندس ڪچهريءَ ۾ اڪثر اهل علم ماڻهو شريڪ ٿيندا هئا. بيرنگ فقير ۽ محمد فقير ڪٽياڻ سان سندس ويجهڙائي رهي، جن جا خط پڻ سندس پونئيرن وٽ محفوظ آهن. هن 102 سالن جي عمر ۾ 8 شعبان 1386هه/ 1964ع ۾ وفات ڪئي.

**سيد فيض الله شاه جيلاني:** عالم ۽ بزرگ سيد فيض الله شاه 1770ع ڌاري گهوٽڪيءَ ۾ عالم ۽ بزرگ سيد محمد عابد 'ثاني' جيلانيءَ جي گهر ۾ جنم ورتو. مشهور بزرگ پير موسيٰ شاه جيلاني سندس ڏاڏو هو. سيد فيض الله شاه پنهنجي ڳوٺ جي مڪتب ۾ پنهنجي خاندان جي استادن ۽ بزرگن کان تعليم ۽ فيض حاصل ڪئي. پاڻ حافظ قرآن، خطيب ۽ ڪامل انسان هو. وٽس مريدن ۽ شاگردن جو ميڙ هر وقت هوندو هو. ڪيترائي ماڻهو پري کان اچي فيض حاصل ڪندا هئا. هو طالبن کي قرآن مجيد ۽ ديني تعليم ڏيندو هو اڪثر وقت عبادت ۾ گذاريندو هو. ماڻهو ڪائنس فتوائون پڻ لکرائيندا هئا. وقت جا وڏا عالم پڻ وٽس اچي ديني مسئلا پڇندا هئا. هن 1831ع ڌاري گهوٽڪيءَ ۾ وفات ڪئي.

**سيد قادر بخش شاه:** سنڌ جو ناليوارو تعليمي ماهر سيد قادربخش عرف قادن شاه، 25 اپريل 1927ع تي سيد ڏتل شاه جي گهر ۾، ڳوٺ امين لاڪي، تعلقي هالا (موجوده نيو سعيد آباد) ۾ جنم ورتو. پرائمري تعليم ڳوٺ مان حاصل ڪرڻ کان پوءِ 1948ع ڌاري فائنل پاس ڪري، پرائمري استاد مقرر ٿيو. جنهن ڪانپوءِ پرائمري استادن جو به سالا تربيتي ڪورس نمايان پوزيشن سان پاس ڪيائين. مختلف اسڪولن ۾ پڙهائڻ دوران هن



ڪيترن شاگردن جي اخلاقي ۽ مالي معاونت ڪئي.

سيد قادر بخش شاه هڪ هڏ ڏوڪي ۽ سخي انسان هو. پنهنجي زرعي زمين فلاحي مقصدن هيٺ هڪ اداري جي قيام لاءِ وقف ڪري ڇڏيائين. سندس نامور استاد الله بخش ٽالپر سان ويجهڙائي هئي. حڪمت جو به سٺو ڄاڻو هو. ڏينهن هجي يا رات، ڪنهن تڪليف ۾ علاج يا مدد واسطي ڪو ڪيس سڏيندو هو ته پيرين پنڌ هليو ويندو هو.

سيد قادر بخش شاه، ايم. اي سنڌيءَ دوران 'تمر فقير جو ڪلام' جي عنوان هيٺ مونو گراف لکيو. سنڌ ٽيڪسٽ بوڪ بورڊ جي ڪيترن ڪتابن جي تياريءَ ۾ سندس مکيه ڪردار رهيو آهي. محمد اسماعيل عرساڻي ۽ پنهنجي ڀاءُ محمد صالح شاه سان گڏجي هن بي. ايڊ لاءِ سنڌي ٻوليءَ ۾ نصابي مواد تيار ڪيو. جيڪو ڪتابي صورت ۾ موجود آهي ۽ اڄ تائين اهو پڙهايو وڃي ٿو.

سيد قادر بخش شاه 1981ع ڌاري دل جي عارضي سبب وفات ڪئي، کيس اباڻي قبرستان م دفن ڪيو ويو. ڊاڪٽر سيد وڏل شاه (مرحوم) ۽ سيد محمد صالح شاه (مرحوم) سندس ڀائر هئا.

**سيد قادر ڏنو شاه:** مير علي شير قانع ٺٽوي لکي ٿو ته ميان اسحاق سڪريه جي مريدن مان هو. سندس شاندار ڪرامتون ڏسي ميان غلام شاه ڪلهوڙو سندس مقتعد ٿيو. سيد قادر ڏني شاه جي قبر پراڻي درياه جي ڍوري جي ڀرسان نئن گونيءَ کان ايرندي پاسي ڳوٺ حاجي چاڪر مهيريءَ لڳ آهي، جنهن تي هر سال چانيري، شادي لارج ۽ ڪلوئي شهر جا عمراڻي ميلو لڳائيندا آهن. نئن گونيءَ کان الهندي پاسي ديهه دڀيءَ ۾ بزرگ جي رهڻ جو آستانو هو. جنهن کي 'پنجهور' چوندا آهن. سيد قادر ڏني شاه جي خليفن مان هڪ هوت فقير عمراڻي هو. جنهن جي قبر ڳوٺ چانيري تعلقي بدين ۾ آهي، جنهن تي شوال مهيني جي 26 ۽ 27 تاريخ تي وڏو ميلو لڳندو آهي. ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ، قادرڏني شاه متعلق لکي ٿو ته، ڪڙيي گهنور ڀرسان آڳڙي جو ويٺل اهل دل درويش هو. عمراڻي بلوچ سندس مريد هئا ۽ سندس سهاري سنڌ ۾ آيا. سندس هيٺيون بيت معنيٰ وارو آهي:

سج سهائو نه ڪري، واءُ نه وڃي جت،
قريبن ڪارڻ تت، اسان جهر ڀڃي جهرڪيون ڪيون.

**سيد قاسم محمود:** پاڪستان جو پهريون انسائيڪلوپيڊيسٽ، نامور مترجم ۽ ايڊيٽر سيد قاسم محمود، 17 نومبر 1928ع ۾، ضلعي روهتڪ جي 'ڪرڪوده' علائقي ۾ ڄائو هن پاڪستان بنجڻ کان اڳ 1947ع ۾، پنجاب يونيورسٽيءَ مان مئٽرڪ ڪئي ۽ پوري پنجاب ۾ پهريون نمبر آيو هن کي ننڍي هوندي کان ئي ادب سان لڳاءُ هو ان وقت ٿيندڙ ادبي



محفلن ۽ پروگرامن ۾ حصو وٺندو هو. هن 1950ع ڌاري افسانا لکڻ شروع ڪيا. گڏوگڏ بي. اي جي تعليم پڻ جاري رکي. اڳتي هلي مختلف علمي ادبي رسالن: 'همايون'، 'شاهڪار'، 'عالمگير'، 'صحيفه' وغيره ۾ ملازمت ڪيائين. هن ڪيتري عرصي تائين 'احياء ادب' نالي سان هڪ رسالو پڻ جاري رکيو.

سيد قاسم محمود، 1971ع ۾ قسطوار انسائيڪلوپيڊيا 'معلومات'، 1975ع ۾ 'شاهڪار ڪتب' ۽ قسطوار 'اسلامي انسائيڪلوپيڊيا' جاري ڪئي. هن عربي، انگريزي، اردو، گجراتي ۽ هنديءَ ۾ قرآن مجيد جا ترجما پڻ ڪيا. 'اسلامي انسائيڪلوپيڊيا' ۽ 'انسائيڪلوپيڊيا پاڪستانيڪا' تيار ڪري شايع ڪرائڻ قاسم محمود جو اهم ڪارنامو آهي. هنن انسائيڪلوپيڊيائن ۾ سنڌ بابت پڻ اهم معلومات شامل آهي. ان ڪان سواءِ هن جون 'اسلامي سائنس' ۽ 'مسلم سائنس' نالي ٻه انسائيڪلوپيڊيائون پڻ شايع ٿيل آهن. هن جي هڪ جلدي 'اسلامي المانڪ' انسائيڪلوپيڊيا ۽ 'هماري ڪائنات' انسائيڪلوپيڊيا، شاهڪار فائونڊيشن ڪراچيءَ ڇپائي پڌريون ڪيون. هن سائنس مئگزن (طالبعلم) جو 'تاريخ نمبر' پڻ شايع ڪيو هو، جنهن کي وڏي مقبوليت حاصل ٿي هئي. سندس 50 سالا ادبي خدمتن جي حوالي سان، فيبروري 2009ع ۾ ايوان اقبال لاهور ۾ هڪ شاندار تقريب منعقد ٿي، جنهن ۾ سيد قاسم محمود جي ادبي خدمتن جي مڃتا طور 'بوڪ ڊائجسٽ' (ايڊيٽر: مظهر سليم مجوڪه) جو خصوصي شمارو 'سيد قاسم محمود- حيات و خدمات' جي عنوان سان پڌرو ڪيو ويو.

سيد قاسم محمود جي تيار ڪيل 'سيرت انسائيڪلوپيڊيا' ٻن جلدن ۾، الفيصل بڪس لاهور شايع ڪئي آهي. ان ڪانسواءِ هن 'قرآن انسائيڪلوپيڊيا' تي پڻ ڪم شروع ڪيو هو پر سندس زندگيءَ وفا نه ڪئي ۽ اهو ڪم اڻپورو رهجي ويو اهڙيءَ طرح هن 'تاريخ انسانيت' تي پڻ ڪم جي شروعات ڪئي هئي، پر اهو ڪم پڻ مڪمل نه ٿي سگهيو.

سيد قاسم محمود جا افسانن جا ٽي مجموعا: (1) 'ديوار پٿر ڪي'، (2) 'قاسم ڪي مينڌي'، (3) سيد قاسم محمود ڪي افساني ڇپيل آهن. اهڙيءَ ريت سندس ٻه ناول: (1) 'چلي دن بهار ڪي'، ۽ (2) 'پنڊت جلال الدين نهرو' (ناوليٽ) پڻ شايع ٿي چڪا آهن.

سيد قاسم محمود، شيڪسپيئر، ٽالسٽاءِ، دوستو وسڪي، ايملي برانٽي، چارلس ڊڪنز ڊارون، فرائيڊ، روٽ بينڊيڪٽ، ڪينٽ واڪر ۽ ٽي. ايس. ايليٽ جي تخليقن جا ڪافي ترجما ڪيا آهن. ان ڪان سواءِ هن جا ڪافي ڪتاب پڻ ڇپيل آهن، جن ۾: (1) آدم و آدمي، (2) داستان گل گامش، (3) مذهب اور ديوتا، (4) اصول سياسيات، (5) هٽلر ڪي خفيه زندگي، (6) داستانِ فرعون، (7) داستان ڊارون، (8) صوفيه لارين ڪي آپ بيتي، (9) اسلام ڪي احيائي تحريڪين- وغيره شامل آهن. سندس هڪ اهم ڪارنامو 'تاريخ مسلم انڊيا' 11 جلدن ۾ پارٽ مان ڇهجي پڌرو ٿيو آهي.

سيد قاسم محمود 31 مارچ 2010ع تي لاهور ۾ وفات ڪئي ۽ سندس تدفين اقبال اوينيو جوهر ٽائون، لاهور ۾ ٿي.

**سيد قائم علي شاھ:** سنڌ جو ٻي ڀيرا وڏو وزير رهندڙ ناميارو قانوندان ۽ نامور سياستدان، سيد قائم علي شاھ، 13 سيپٽمبر 1933ع تي خيرپورميرس ۾، سيد رمضان علي شاھ جيلانيءَ جي گهر ۾ پيدا ٿيو.



سيد قائم علي شاھ ابتدائي تعليم ۽ مئٽرڪ خيرپور مان ڪئي، جنهن بعد ڪراچي يونيورسٽيءَ مان بي. اي ۽ ايس. ايم لا ڪاليج ڪراچيءَ مان ايل. ايل. بي جون ڊگريون حاصل ڪيائين. تعليم مڪمل ڪرڻ ڪان پوءِ 1957ع ڪان خيرپور ۾ وڪالت جي شروعات ڪيائين ۽ سنڌ ۽ ملڪ جو ناميارو وڪيل ثابت ٿيو. ساڳئي سال 1957ع ۾ سيد قائم علي شاھ 'خدمت خلق' نالي هڪ سماجي تنظيم قائم ڪئي، جنهن جو پاڻ صدر ٿي رهيو ۽ هن تنظيم جي پليٽفارم تان عوام جي فلاح ۽ بهبوديءَ لاءِ ڪيترائي ڪم ڪيائين.

سيد قائم علي شاھ 1958ع ۾ خيرپور ۾، ذاتي ڪوشش ۽ دوستن جي مدد سان عوامي بهبود ۽ پلائيءَ لاءِ 'پائيز ڪلب' قائم ڪئي، جنهن سان مقامي ماڻهن کي تمام گهڻا فائدا پهتا ۽ پنهنجي علائقي ۾ شاھ صاحب کي وڏي شهرت ملي.

سيد قائم علي شاھ جي سماجي خدمتن کي نظر ۾ رکندي، (شهيد) ذوالفقار علي ڀٽي، 1970ع جي چونڊن ۾، کيس پيپلز پارٽيءَ جي ٽڪيٽ ڏني، جنهن تحت قومي اسيمبليءَ جي سيٽ تي اڪثريت سان ڪامياب ٿيو ۽ کيس وفاقي ڪابينا ۾ صنعت ۽ ڪشمير افيئرس جو وزير مقرر ڪيو ويو. ان ڪان پوءِ سيد قائم علي شاھ صوبائي اسيمبلي سنڌ ۾ 1990ع، 1993ع ۽ 2002ع جي چونڊن ۾ لڳاتار ميمبر چونڊجندو آيو جڏهن ته 1997ع ۾ پيپلز پارٽيءَ طرفان سينيٽر چونڊيو ويو سياست جي شروعاتي دور ۾، سيد قائم علي شاھ، سنڌ ڪابينا ۾ وزير رهيو ان دوران هن خيرپور ۾ ريڊيو اسٽيشن قائم ڪرائي، جنهن جو سنگ بنياد، هن 27 مئي 1976ع تي رکيو.

سيد قائم علي شاھ، 1977ع ۾ ملڪ ۾ مارشل لا لڳڻ ڪانپوءِ، پاڪستان پيپلز پارٽيءَ جي ٻين اڳواڻن سان گڏ، جنرل ضياءُ الحق جي جبر جو نشانو بڻيو هن جمهوريت جي بحاليءَ واري تحريڪ (MRD) ۾ نمايان ۽ اڳواڻيءَ وارو ڪردار ادا ڪيو.

1988ع ۾ پاڪستاني سياست جو وايومنڊل تبديل ٿيو ۽ ڊگهي عرصي ڪان پوءِ ملڪ ۾ سياسي بنيادن تي چونڊون ڪرايون ويون. هنن چونڊن ۾ سيد قائم علي شاھ پيپلز پارٽيءَ جي ٽڪيٽ تي سنڌ اسيمبليءَ جو ميمبر چونڊيو ويو. محترمه بينظير ڀٽو کيس سنڌ جو وزيراعليٰ مقرر ڪيو ۽ هن 2 ڊسمبر 1988ع تي وڏي وزير جي عهدي جو

حلف کنيو. پر بدقسمتيءَ سان ان عرصي ۾ سنڌ اندر بدامني عروج تي رهي، خاص ڪري ڪراچيءَ ۽ حيدرآباد ۾ لساني فسادن دوران ڪيترين جانين ضايع ٿيون ۽ ڪيترا گهر اُجڙيا. محترمه بينظير ڀٽو سيد قائم علي شاهه کان وڏ وزارت جو عهدو واپس وٺڻ جو فيصلو ڪيو ۽ هن 25 فبروري 1990ع تي پارٽيءَ جي سربراهه کي مان ڏيندي، وزيراعليٰ سنڌ جي عهدي تان استعيفا ڏني. محترمه بينظير ڀٽو جي دردناڪ شهادت ڪانپوءِ 2008ع جي چونڊن ۾ سيد قائم علي شاهه صوبائي اسيمبلي سنڌ جو ميمبر چونڊجي آيو ۽ 6 اپريل 2008ع تي ٻيو ڀيرو سنڌ جو وزيراعليٰ منتخب ٿيو. تازو 2013ع وارين چونڊن جي نتيجي ۾ صوبائي اسيمبليءَ جو ميمبر چونڊجڻ ڪانپوءِ ٽيون ڀيرو سنڌ جو وزيراعليٰ منتخب ڪيو ويو آهي.

سيد قائم علي شاهه جو شمار پيپلز پارٽيءَ جي بنيادي ميمبرن ۽ شهيد ڀُٽي جي ويجهن ساٿين ۾ ٿئي ٿو.

سيد قائم علي شاهه پهريون ڀيرو 1973ع کان 1977ع تائين، ٻيو ڀيرو 1987ع کان 1997ع تائين ۽ ٽيون ڀيرو 2004ع کان اڄ تائين پ پ سنڌ جو صدر رهندو آيو آهي، جيڪو پارٽيءَ جي تاريخ جو هڪ رڪارڊ آهي.

سيد قائم علي شاهه کي ڇهن پٽن ۽ ٽن نياڻين جو اولاد آهي. سندس پهرين شادي نندپڻ ۾ خاندان مان ٿي هئي. ٻي شادي نامور قانوندان اي. ڪي. بروهيءَ جي ڀيڻ حُسن افروز سان ٿي، جيڪا 1970ع ڌاري وفات ڪري وئي. ڪجهه سالن کان پوءِ سندس پهرين گهر واري به گذاري وئي ته خاندان جي بيحد اصرار تي سيد صاحب ٽين شادي ڪئي.

سيد قائم علي شاهه جي نياڻي سيده نفيسه شاهه سياسي ۽ سماجي اڳواڻ، صحافي ۽ ليکڪا هئڻ سان گڏ هن وقت نيشنل ڪميشن فار هيومن ڊيولپمينٽ (NCHD) جي چيئرپرسن آهي. هن 'ڪاروڪاريءَ' جي موضوع تي پي. ايڇ. ڊي پڻ ڪئي آهي ۽ آڪسفورڊ يونيورسٽيءَ مان اعليٰ تعليم حاصل ڪئي آهي. هوءَ گذريل دور ۾ ضلعي خيرپور جي ناظمه به رهي چڪي آهي.

سيد قائم علي شاهه جون ٻه نياڻيون ڊاڪٽر نصرت شاهه ۽ ڊاڪٽر نگهت شاهه گائنوڪالاجسٽ آهن. سندس هڪ ڌيءَ ناهيد شاهه، سول سروس ۾ اعليٰ عهدي تي آهي. هوءَ سيڪريٽري تعليم به رهي چڪي آهي. سندس مڙس اقبال دراني صاحب سيڪريٽري سروس ۽ ٻين ڪيترن اهم ادارن جو سيڪريٽري رهي چڪو آهي. سيد قائم علي شاهه جي پٽن مان اسد علي شاهه، پاڪستان انسٽيٽيوٽ آف چارٽرڊ اڪائونٽنٽ (ICAP) جو صدر ۽ ڪجهه بين الاقوامي ادارن جو ميمبر پڻ رهيو آهي. ڊاڪٽر لياقت علي شاهه اکين جو ماهر ۽ مظفر علي شاهه زراعت ۽ زمينداريءَ سان لاڳاپيل آهي، جڏهن ته افضل شاهه سائنسدان جي حيثيت سان آمريڪا ۾ رهائش پذير آهي.

مئي 2013 وارين عام چونڊن ۾ پاڪستان پيپلز پارٽي سنڌ ۾ وڏي اڪثريت سان کٽي آئي ۽ سنڌ صوبي ۾ پيپلز پارٽيءَ جي حڪومت قائم ٿي ته سيد قائم علي شاهه کي ٽيون ڀيرو سنڌ جو وڏو وزير چونڊيو ويو آهي. هن 30 مئي 2013 تي پنهنجي ڪابينا سميت وڏي وزير جي عهدي جو حلف کنيو.

سيد قائم علي شاهه جو ابتدا کان وٺي، وڪالت جي پيشي ۽ سماجي خدمتن سان گڏ ادبي سرگرمين سان به ڪافي دلچسپي رهي. استاد عطا محمد حامي، ڊاڪٽر تنوير عباسي ۽ ٻين سان سندس گهرا تعلقات رهيا. جڏهن سچل سرمست جي ميلي لڳائڻ ۽ ادبي ڪانفرنس ڪرائڻ لاءِ سچل اڪيڊمي ۽ بعد ۾ 1981ع ڌاري پهرين سچل يادگار ڪميٽي قائم ٿي، ته سيد قائم علي شاهه اُن ۾ سرگرم ڪارڪن طور حصو ورتو. پنهنجي وڏ وزارت واري دور ۾ هن سچل سرمست جي ميلي ۽ ڪانفرنسن جي انعقاد ۾ دل کولي مالي مدد ڪئي. پيپلز پارٽيءَ جي گذريل حڪومت، ثقافت کاتي جي وزير محترمه سسئي پليجو کي سيد قائم علي شاهه سچل سرمست جي درگاهه جي مرمت، سجاوٽ، سچل ڪامپليڪس ۽ آڊيٽوريم جي اڏاوت، سچل سرمست لائبرري خيرپور جي وسعت ۽ نئين تعميرات لاءِ دل کولي گرانٽون ڏنيون. حامي يادگار ڪميٽيءَ کي مالي گرانٽ سان گڏ عطا محمد حاميءَ جي مزار ۽ ڪانفرنس گرائونڊ جي تعميرات لاءِ خطير رقمون جاري ڪيون. شاهه لطيف يونيورسٽي خيرپور، سنڌ يونيورسٽي ڄام شوري ۽ ڪراچي يونيورسٽيءَ ۾ شهيد بينظير ڀٽو چيئرس قائم ڪرڻ لاءِ فنڊ جاري ڪيا. سندس دور ۾ آرڪيالاجي کاتو مرڪز کان سنڌ جي حوالي ٿيو ۽ سنڌ جي ثقافتي ماڳن جي حفاظت جو ڪم سنڌ حڪومت کي مليو. شاهه صاحب سنڌي لئنگئيج اٿارٽيءَ جي پلاٽي ۽ ترقيءَ لاءِ خصوصي فنڊ فراهم ڪرڻ سان گڏ ان جي چڱي سرپرستي ڪئي آهي، جنهن سان سنڌي ٻوليءَ جي ترقيءَ لاءِ ڪم ڪندڙ هن اداري کي استحڪام مليو آهي.

**سيد قائم علي شاهه موسوي:** سيد قائم علي شاهه ولد سيد باقر علي شاهه، 6 جون 1907ع تي، سکر ۾ ڄائو. ابتدائي تعليم سکر مان حاصل ڪرڻ بعد سنڌ مدرسة الاسلام، ڪراچيءَ ۾ داخل ٿيو. جتان 1925ع ۾ مئٽرڪ جو امتحان پاس ڪيائين. ان کانپوءِ بمبئيءَ مان انٽر جو امتحان پاس ڪيائين. تعليم حاصل ڪرڻ کانپوءِ هن آبپاشي کاتي ۾ ملازمت ڪئي، جتي ڪئنال اسسٽنٽ ٿي رهيو. ان کانپوءِ آڊيٽر ٿي رهيو جتي سڄي سنڌ ۾، جيلن، روينيو کاتي، اريگيشن ۽ پبلڪ ورڪس ڊپارٽمينٽ جي آڊٽ ڪندو هو. انهيءَ وچ ۾ شاهه صاحب ايس. اي. ايس جو امتحان پاس ڪيو جنهن بعد پهرين پاڪستان جي فضائي ڪمپني ڪريسينٽ ايئرلائينز ۾ اڪائونٽنٽ مقرر ٿيو. بعد ۾ پاڪستان انڊسٽريل ڊيولپمينٽ ڪارپوريشن (P.I.D.C) ۾ اڪائونٽنٽ ۽ آڊيٽر مقرر ٿيو. هي 'انجمن اماميه' حيدرآباد، سنڌ جو آڊيٽر به رهي چڪو آهي. سيد قائم علي شاهه موسوي ڪافي عرصو لاهور ۾ بائيبل هائوس جي مرڪزي دفتر ۾ ملازمت ڪئي، جتي بائيبل جو مختلف زبانن ۾ ترجمو ڪيو ويندو هو. شاهه صاحب جيئن ته سنڌي، عربي، فارسي ۽ اردو

زبانن جو ڄاڻو هو ۽ خاص طرح انگريزي زبان تي کيس وڏو عبور حاصل هو. انهي ڪري کيس بائيبل هائوس جو انچارج ڪري رکيو ويو. مذڪوره اداري، انگريزي، اردو ۽ سنڌي زبانن ۾ لکيل بائيبل جي مسودن کي سندس نظرثانيءَ کانپوءِ ڇپرائي پڌرو ڪيو.

سيد قائم علي شاهہ موسوي، آخر ۾، 1952ع ۾ آمريڪا جي سفارتخاني جي يو. ايس. ايڊ آفيس، ڪراچيءَ ۾ چيف آڊيٽر ٿي رهيو. شاهہ صاحب ڪيترائي ڪتاب تصنيف ڪيا، جن ۾ هيٺيان ڪتاب شامل آهن:

(1) 'السيف المسلول عليٰ الناصب الجهول'
(2) 'بحث عصمت في شان امامت و خلافت'
(3) 'بکاءِ ابن عباس في واقعة القرطاس'
(4) 'ردِ لغويات در باره مناظره وزير آباد'
(5) 'يادگار حسين'
(6) 'مولود ڪعبہ'
(7) 'فتوحات شيعہ'
(8) 'دعوت حق'
(9) 'فضائل امير المومنين عليؑ'
(10) 'حضرت سلمان فارسيؓ'
(11) 'حضرت ابوذر غفاريؓ'

سيد قائم علي شاهہ مٿين ڪتابن ڪانسواءِ ڪيترا مذهبي ۽ معلوماتي مضمون ۽ مقالا پڻ لکيا، جيڪي ان وقت جي اخبارن ۽ رسالن، جهڙوڪ: پنجتني، الحيدر ۽ دُرِ مقصود ۾ شايع ٿيل آهن.

سيد قائم علي شاهہ موسوي، 7 فيبروري 1965ع تي وفات ڪئي. هن کي چار فرزند، ڊاڪٽر فائز حسين شاهہ، انجنيئر سيد طاهر حسين موسوي، انجنيئر سيد غلام عباس ۽ ڊاڪٽر فدا حسين شاهہ ۽ هڪ ڌيءَ جو اولاد هو.

**سيد قطب شاهہ جيلانيءَ جو ميلو:** سيد قطب شاهہ جيلانيؒ جو ميلو هر سال 2، 3 ۽ 4 صفر تي هوسڙي شهر ضلعي حيدرآباد ۾ وڏي ڌام ڌوم سان لڳايو ويندو آهي. هن ميلي ۾ پوڙهن، نوجوانن ۽ ٻارن لاءِ تفريح ۽ دلچسپيءَ لاءِ وڏي تعداد ۾ منايون، ڪاٺ پيٺڻ جون شيون، رانديڪا، عورتن جي سينگار جا دڪان ۽ ڪاڌ خوراڪ مهيا ڪرڻ لاءِ هوٽل ۽ سرڪس لڳايا ويندا آهن. هن ميلي ۾ ٻارن جي تفريح لاءِ جهولا ۽ زرعي نمائش پڻ لڳائي ويندي آهي. هن ميلي ۾ سنڌ جي ڪنڊ ڪڙڇ جا ڪيترائي ملهہ پهلوان ملاکڙي ۾ اچي شرڪت ڪندا آهن. ان کانسواءِ رات راڳ رنگ جي محفل بہ ٿيندي آهي، جنهن ۾ مشهور راڳي راڳ ڳائيندا آهن. ان کانسواءِ پلن ڏڳن ۽ گهوڙن جا انعامي مقابلا ۽ چوپائي مال جو واپار بہ ٿيندو آهي. هي ميلو ٽن ڏينهن تائين جاري رهندو آهي، جنهن ۾ ڏورانهن هنڌن ۽ آسپاس کان ماڻهو هن ميلي ۾ ايندا آهن.

**سيد قطب علي شاهہ جهانيان:** مشهور بزرگ سيد قطب علي شاهہ جهانيان خاندان جي اولاد مان هو. سندس جنم 21 رمضان 1229هہ/ 6 سيپٽمبر 1814ع ۾ ٽنڊي جهانيان، ضلعي حيدرآباد ۾ ٿيو. سندس والد فتح الدين شاهہ دين درياهہ هو ۽ ٽنڊي جهانيان ۾ رهندو هو. سيد قطب شاهہ جهانيان جو حسب نسب امام نقي رضہ سان ملي ٿو. مخدوم جلال الدين جهانيان 'جهان گشت' جي اولاد مان هو.



ننڍي هوندي کان ئي وحدانيت ڏانهن مائل هو. روايت موجب شاهہ صاحب 13 سال جي عمر جو هو تہ پنهنجي سؤٽ غلام مرتضيٰ شاهہ ۽ ڀين فقيرن غازي کليري ۽ پانڌي کليريءَ سان گڏجي ميٽ کاڻ ڏانهن ويو ۽ اتي ڪن مريدن جي گهر ۾ ترسيو. هڪ ڏينهن هٽ ڌوئيندي سندس هٽ مڇن کي وڃي لڳو. اهو ڏسي تہ مڇون بہ اچي ويون آهن. پاڻ کي چوڻ لڳو تہ تنهنجو والد اجا ننڍو هو تہ وڃي ياد الاهيءَ ۾ مشغول ٿيو هو. توکي حيف آهي، جو هيڏي عمر مفت وڃائي اٿئي. بس انهيءَ ڏينهن ڪپڙا لاهي غريبن کي ڏئي ڇڏيائين. اجرڪ کي بہ اڌ ڪري هڪ لانگوٽ ٻڌائين. هڪ اڌ ڪلهي تي رکي گنجي ٽڪر تي هليو ويو ۽ اتي وڃي ياد الاهيءَ ۾ مشغول ٿيو.



سيد قطب علي شاهہ جهانيان جي مزار جو اندريون ڏيک

22 ڊسمبر 1910ع تي وفات ڪيائين. سندس درگاهہ ٽنڊي جهانيان ۾ موجود آهي. هي سنڌ جي انهن روحاني بزرگن مان هو، جنهن جا هزارين سنڌي هندو توڙي مسلمان مريد آهن. اڄ بہ هندستان، آمريڪا ۽ دنيا جي ٻين ملڪن ۾ آباد سندس عقيدتمند هر سال سندس درگاهہ جي حاضري پرڻ ايندا آهن.

**سيد قلندر شاهہ لکياري:** ناميارو اديب، شاعر ۽ تعليمي ماهر، پروفيسر سيد قلندر شاهہ ولد علي ڏنو شاهہ لکياري، پهرين مئي 1940ع تي ڳوٺ احمد ڪکر، تعلقي بلڙي شاهہ ڪريم، ضلعي حيدرآباد (هاڻي ٽنڊي محمد خان) ۾ ڄائو. سيد قلندر شاهہ شروعاتي تعليم ڳوٺ احمد ڪکر، بلڙي شاهہ ڪريم ۽ ميرپور بٺوري مان ورتي، جنهن بعد

چانڊيا هاءِ اسڪول سجاول مان مئٽرڪ پاس ڪيائين. هن 1969ع ڌاري



سنڌ يونيورسٽيءَ مان انگريزي ادب ۾ ايم. اي ڪئي. ان کانسواءِ هن انگلش لئنگئيج ٽيچنگ ۾ پوسٽ گريجوئيٽ ڊپلوما، بي. ايڊ ۽ لائبرري سائنس ۾ ڊپلوما ڪئي. لڪياري صاحب عملي زندگيءَ جي شروعات پرائمري استاد طور 1962ع کان ڪئي. ايم. اي ڪرڻ بعد جنوري 1970ع ۾ سنڌ يونيورسٽيءَ جي انگريزي شعبي ۾ ليڪچرر مقرر ٿيو جتان ترقي ڪندي پروفيسر طور 2000ع ۾ رٽائر ٿيو.

پاڻ انگلش ڊپارٽمينٽ، سنڌ يونيورسٽيءَ جو چيئرمئن پڻ رهيو. رٽائرمينٽ کانپوءِ به هن ايم. اي، ايم. فل ۽ ڪميشن جي تياري ڪندڙ شاگردن کي پڙهائڻ جو سلسلو جاري رکيو آهي.

شاهه صاحب جي رهنمائيءَ ۾ ٽي پي. ايڇ. ڊي اسڪالر سنڌ يونيورسٽيءَ مان ۽ نيشنل يونيورسٽي آف ماڊرن لئنگئيجز (NUML) جا ٽي ايم. فل اسڪالر ڊگريون حاصل ڪري چڪا آهن.

سيد قلندر شاهه انگريزي ٻولي ۽ ادب تي ڪيترا تحقيقي مقالا لکي چڪو آهي. هن 'ناٿي نيڻ نهار' عنوان سان علامه اقبال جي فارسي ڪلام جو سنڌي منظوم ترجمو ڪيو آهي، جيڪو ڇپائيءَ جي مرحلي ۾ آهي. سندس شعري مجموعو پڻ ڇپائيءَ جو منتظر آهي.

ان کانسواءِ هن آڪسفورڊ يونيورسٽي پريس جون هيٺيون ڊڪشنريون ايڊٽ ڪيون آهن:

(1) Oxford Elementary English- Sindhi Dictionary

(2) Oxford English- Sindhi Dictionary

سيد قلندر شاهه لڪياري، انگريزي، سنڌي، اردو/ هندي، عربي، فارسي، پنجابي، سرائيڪي، گجراتي ۽ ڪڇي ٻوليون ڄاڻي ٿو ان کانسواءِ فرينچ ۽ روسي ٻولين جي به ڪجهه ڄاڻ رکي ٿو.

شاهه صاحب موسيقيءَ جو شائق ۽ ڄاڻو آهي. ڪيس تصوف، انٿراپالاجي، لسانيات ۽ ٻين علمن جو سٺو مطالعو آهي.

سيد قلندر شاهه کي علمي ادبي خدمتن جي مڃتا عيوض: سنڌ يونيورسٽيءَ بهترين استاد جو 'چانسلرس گولڊ ميڊل' (1999ع)، صدر مملڪت 'حسن ڪارڪردگي اوارڊ' (2013ع)، قلندر لعل شهباز ڪميٽيءَ 'قلندر شهباز اوارڊ' سميت ڪيترا اوارڊ ۽ شيلڊون ملي چڪيون آهن.

سيد قلندر شاهه جي ڪجهه شاگردن قاسم آباد، حيدرآباد ۾ 'سيد قلندر شاهه لڪياري انسٽيٽيوٽ' قائم ڪيو آهي، جنهن ۾ پاڻ به شاگردن کي انگريزيءَ جي تعليم ڏئي رهيو آهي.

سندس رهائش حسين آباد، حيدرآباد ۾ آهي.

**سيد گل حسن شاهه 'مجذوب'**: ناميارو شاعر ۽ صحافي سيد گل حسن شاهه ولد سيد قمرالدين شاهه جو جنم 1910ع ڌاري عمرڪوٽ



۾ ٿيو. پرائمري تعليم ۽ ديني تعليم پنهنجي ڳوٺ مان حاصل ڪيائين. هن کي اردو، گرمکي، فارسي، عربي، هندي ۽ سنسڪرت ٻولين تي عبور حاصل هو. قيام پاڪستان کان اڳ جي اخبار 'زندگيءَ' جو ايڊيٽر رهيو. ان وقت عمرڪوٽ ميونسپل ڪميٽيءَ جو ميمبر به هو. هن ادب ۾ لکڻ جي شروعات 1924ع کان ڪئي. سنڌي شاعرن ۾ شاهه عبداللطيف ڀٽائي، مصري شاهه (نصرپور)، اردو ۾ بهادر شاهه ظفر، اقبال ۽ غالب کان متاثر هو. سندس شمار ڊاڪٽر شيخ ابراهيم خليل، فيض بخشاپوري، غلام محمد گرامي ۽ ٻين همعصر شاعرن ۾ ٿئي ٿو.

هن 11 نومبر 1988ع تي وفات ڪئي. ڪيس ٽن پٽن ۽ ڇهن نياڻين جو اولاد آهي. سندس وڏو پٽ سيد رياض الحسن، ايڇ. ايس. ٽي، سيد قمرالحسن ايڊووڪيٽ ۽ سيد ضياء الحسن شاهه زرعي يونيورسٽي ٽنڊوڄام ۾ پروفيسر آهي.

**سيد گل محمد شاهه بخاري**: اديب، پروفيسر سيد گل محمد شاهه ولد غلام شاهه، 21 آگسٽ 1960ع تي شهدادڪوٽ ۾ ڄائو.



شهدادڪوٽ ڊگري ڪاليج ۾ پروفيسر هجڻ سان گڏوگڏ سٺو شاعر به آهي. سيرت پاڪ سان سندس خاص لڳاءُ آهي. وٽس هزارين ڪتابن تي مشتمل وڏي لائبرري آهي، جنهن ۾ ديني ۽ سيرت پاڪ جي ڪتابن جي اڪثريت آهي. شهدادڪوٽ سيرت اڪيڊميءَ جو باني ڪار ۽ سنڌي ادبي سوسائٽي، سنڌ جو مرڪزي جنرل سيڪريٽري آهي.

سندس شايع ٿيل ڪتابن ۾: (1) 'سبحان جي ساراهه' (سنڌي ٻوليءَ ۾ پهريون حمديه ديوان)، (2) 'ذڪر رسول' (نعتيه شاعري)، (3) 'سرور عالم' (نعتيه ديوان)، (4) 'سيد المرسلين' (نعتيه شاعري) ۽ (5) 'شهدادڪوٽ جا قلمڪار' ڇپيل آهن. ڪيس سندس نعتيه شاعريءَ جي ٻن ڪتابن 'ذڪر رسول ﷺ' ۽ 'سرور عالم' تي 1991ع ۾ صدارتي اوارڊ ملي چڪا آهن.

**سيد گل محمد شاهه لڪياري**: سيد گل محمد شاهه ولد سيد حاجي ولي محمد شاهه لڪياري 25 جون 1917ع تي سيوهڻ ۾ پيدا ٿيو. والد صاحب جي وفات کانپوءِ لعل شهباز جي درگاهه جو خدمتگار ۽ سجاده نشين ٿيو جيئن ته سندس طبيعت به نرالي هوندي هئي، هر رنگ

۾ پورو هوندو هو. هن جي ظاهري طرح آمدني گهٽ ۽ خرچ تمام وڏا هوندا هئا. مهمان نوازي ۽ سخاوت ۾ مشهور هو. ڏڪر يا پيداوار گهٽ ٿيڻ ڪري هارين کي قرض ۽ ٻج وغيره معاف ڪري ڇڏيندو هو. سيد گل محمد شاهہ سياست ۾ بہ قدم رکيو. ڊسٽرڪٽ ڪائونسل دادو ۽ ميونسپالٽي سيوهڻ جو صدر ۽ چيئرمئن پڻ ٿيو. 1960ع تائين پاڻ درگاهہ جو سجاده نشين هو. ان بعد درگاهہ اوقاف کاتي جي سنڀال هيٺ آئي. شخصي طور وڏي دٻدٻي وارو شخص هو. جو انگريزن جي دور جا اسٽيشن ماسٽر گاڏي اسٽيشن تي بيهاري ڇڏيندا هئا ۽ جيستائين سيد گل محمد شاهہ گاڏيءَ ۾ سوار نہ ٿئي يا لهي اجازت نہ ڏئي، تيستائين گاڏي بيٺي هوندي هئي ۽ گارڊ جهنڊي نہ ڏيکاريندا هئا. حڪيم مخدوم محمد مراد صديقي، سيد صادق علي شاهہ سبزواري، سيد موتيل شاهہ سبزواري، سيد مراد علي شاهہ، پير صالح محمد شاهہ، رئيس علڻ خان لغاري، ملڪ سڪندر، رئيس پيرل خان شهاڻي ۽ سيٺ غلام حيدر ٻرڙو سندس گهاٽا دوست ۽ همعصر هئا. سندس مهمان خاني تي سدائين محفلون متيون پيون هونديون هيون. سيٺ قبول محمد لوهار سهتي سان سندس وڏو قرب هو ۽ ان وٽ وڃي ڪچهري ڪندو هو.

سيد گل محمد شاهہ لڪياريءَ 7 نومبر 1967ع تي حيدرآباد ۾ وفات ڪئي. کيس سيوهڻ ۾ پنهنجي والد جي پرسان دفن ڪيو ويو. کيس 3 پٽ سيد محمد مراد شاهہ، سيد محمد صادق عرف حاجن شاهہ ۽ سيد الله بخش شاهہ سميت پنجن نياڻين جو اولاد هو.

**سيد گوهر علي شاهہ، صوفي:** سيد گوهر علي شاهہ ولد سيد امير علي شاهہ 1816ع ڌاري درگاهہ نانگي شاهہ، ضلعي نوشهري فيروز ۾ ڄائو. اڃا 5 سالن جو هو تہ سندس والد وفات ڪري ويو. قرآن ڪريم جي تعليم ڪانپوءِ پرائمريءَ جي تعليم حاصل ڪيائين. کيس فارسيءَ تي عبور حاصل هو. لکڻ پڙهڻ ۽ سفر جو کيس تمام گهڻو شوق هو. هن ملڪ ڪانسواءِ هندستان ۾ بہ اوليائن جي آستانن تي حاضريون ڏئي مشاهدا ڪيا. هميشہ سچل ۽ ساميءَ جا رسالا پاڻ سان گڏ رکندو هو.

سيد گوهر علي شاهہ صوفي، روايتي پيرن جي ابتڙ ڏن، پڳ ۽ ٽوپي ڦيٽي جي هميشہ خلاف هو. سندس شخصيت جي سڃاڻپ ’عارف بالله‘ سان گڏ هيڪڙائيءَ جو حق بيان ڪندڙ آدرشي، عارفاڻي ۽ صوفياڻي شاعر واري هئي. سندس نقطہ نظر جو مرڪز ’پاڻ وڃائي پاڻ سڃاڻڻ‘ هو. وحدت الوجود جو درس سندس شاعريءَ جي هر سُر ۽ هر سٽ ۾ نظر اچي ٿو. سندس رسالو ’گوهر شاهہ جو گيان‘ (2004) ڇپيل آهي.

سيد علي گوهر شاهہ 74 ورهين جي ڄمار ۾، فيبروري 1890ع ۾ وفات ڪئي. سندس آخري آرام گاهہ، ڪاريجا (3) ۾ آهي.

**سيد لال شاهہ:** خيرپورناٿن شاهہ جو سياسي سماجي اڳواڻ سيد لال شاهہ ولد حاجي جمن شاهہ، 30 مئي 1975ع تي سيدن جي ڳوٺ ٿلهي (ڳوٺ) بهادرپور، تعلقي خيرپورناٿن شاهہ ۾ ڄائو. تعليمي قابليت ايم. اي (اڪنامڪس) ۽ ايل. ايل. بي آٿس. هن عملي زندگيءَ جي شروعات 2008ع ۾ ايڊيشنل ڊسٽرڪٽ جج دادوءَ جي آفيس ۾ ڊپٽي ڊسٽرڪٽ اٽارني طور ڪئي، ٻن سالن ڪان پوءِ وڪالت شروع ڪيائين ۽ هن وقت تعلقي بار ايسوسيئيشن خيرپورناٿن شاهہ جو صدر آهي. سيد لال شاهہ سياسي سرگرمين جي شروعات سال 1996ع ۾ سنڌي شاگرد تحريڪ جي پليٽفارم تان ڪئي. هو 1998ع کان 2000ع تائين سنڌي شاگرد تحريڪ ضلعي دادوءَ جو صدر رهيو. 2000ع کان 2001ع تائين ساڳيءَ تنظيم جو مرڪزي نائب صدر رهيو. سال 2002ع کان 2005ع تائين عوامي تحريڪ ضلعي دادوءَ جو صدر پڻ رهيو. 2003ع ۾ ڪالاباغ ڊيم رٿا خلاف ڀٽ شاهہ کان ڪراچيءَ تائين ٽيل لانگ مارچ ۾ شريڪ رهيو. جنهنڪري ايم. پي. او هيٺ ڪجهہ ڏينهن سينٽرل جيل حيدرآباد ۾ رکيو ويو. ٻيو ڀيرو ساڳئي سلسلي ۾ گورنر هائوس جي آڏو ڌرڻو هڻندي گرفتار ٿيو. بہ ڏينهن آرٽلري صدر ٿاڻي ۾ رکيو ويو.

سيد لال شاهہ، سماجي ڪمن ۾ بہ اڳيرو رهيو آهي. هن 1998ع ۾ ’يقين شاهہ رورل سوشل ويلفيئر ايسوسيئيشن‘ جو بنياد رکيو ۽ ان پليٽفارم تان پرائمري اسڪول ۽ ٽيوشن سينٽر کوليائين. 2010ع ۾ ’عوامي جمهوري پارٽيءَ‘ جو بنياد پيو تہ ان جي مرڪزي ڪاميٽيءَ جو ميمبر ۽ ضلعي دادو جو صدر منتخب ٿيو. 2010ع ۾ آيل مهاٻوڏ دوران ڪوٽڙيءَ ۾ ٻوڏ متاثرن جي ڪئمپن ۾ گهڻو فلاحي ڪم ڪيائين. هن پنهنجن هم خيال دوستن: نور نبي راهوجي، سڄڻ کوسي، وقار ناٿن شاهي، واجد علي قاضي، رسول بخش بروهي ۽ ٻين سان گڏجي 2000ع ۾ خيرپور ناٿن شاهہ ۾ ادبي فورم قائم ڪري اديبن ۽ شاعرن سان رهاڻيون ملهايون ۽ ادبي ميڙاڪا ڪرايا آهن. سنڌي ادبي سنگت خيرپور ناٿن شاهہ جو ميمبر آهي.

**سيد لعل بخش شاهہ جو ميلو:** سيد لعل بخش شاهہ جو ميلو هر سال 8، 9 ۽ 10 شعبان جي مهيني ۾ تعلقي جيڪب آباد ۾ ملهايو ويندو آهي. هن ميلي ۾ ملهہ ملاڪڙي جو انعامي مقابلو ٿيندو آهي، جنهن ۾ لاڙ ۽ اتر جا پهلوان حصو وٺندا آهن. ان کانسواءِ ميلي ۾ چوپائي مال جو واپار پڻ ٿيندو آهي. پلن گهوڙن ۽ ڏڳن جي ڊوڙ جو انعامي مقابلو بہ ٿيندو آهي. ميلي ۾ هر قسم جا اسٽال لڳايا ويندا آهن. جن ۾ ٻارن ۽ عورتن جي سينگار جو سامان ۽ کاڌي پيتي جون شيون هونديون آهن. ميلي ۾ هزارن جي تعداد ۾ آيل مريدن ۽ عقيدتمندن لاءِ لنگر ۽ رهائش جو بندوبست ڪيو ويندو آهي.

**سيد ماکن شاھ جو ميلو:** درگاھ سيد ماکن شاھ جو ميلو ھر سال 25، 26 ۽ 27 ذوالحج تي ڳوٺ جعفر خان جلباڻي، تعلقي ٽنڊي الهيار ۾ ملهايو ويندو آهي. هن ميلي ۾ چوپائي مال ڏڳن، مينهن، اٺن ۽ ٻڪرين جو واپار ٿيندو آهي. ان کانسواءِ ميلي ۾ سرکس، ناٽڪ، رڇ، ڪتي جي ويڙهه، ڪوڏي ڪوڏي ۽ ٻيلهاڙي راند وغيره پڻ ٿيندي آهي. ان کانسواءِ محفل موسيقيءَ جو انتظام به ڪيو ويندو آهي، جنهن ۾ ريڊيو ۽ ٽي وي جا مشهور فنڪار پنهنجي فن جو مظاهرو ڪندا آهن. هن ميلي ۾ ملاکڙو به ٿيندو آهي، جنهن ۾ اتر ۽ لاڙ جا پهرئين، ٻئي ۽ ٽئين جوڙ جي پهلوانن ۾ مقابلو ٿيندو آهي. ان کان سواءِ ميلي ۾ سٺن دڪان سينگاريندڙن ۾ انعام ورهايا ويندا آهن. هن ميلي ۾ آيل هزارن جي تعداد ۾ عقيدتمند ۽ مريد اچي حاضري ڀريندا آهن.

**سيد مٺن شاھ:** نامور بزرگ سيد مٺن شاھ 1301ھ/ 1882ع ڏاري تعلقي هالا، ضلعي مٽياريءَ جي ڳوٺ سيد اجن شاھ ۾ ڄائو. سندس والد سيد حافظ حيدر شاھ پنهنجي وقت جو عالم، مفتي، قاري ۽ محدث ٿي گذريو آهي. مٺن شاھ ابتدائي تعليم هالن ۾ آخوند ولي محمد کان حاصل ڪئي. ست سالن جو هو، جڏهن سندس والد هالن کي ڇڏي، ٽنڊي مير نور محمد ۾ اچي رهيو. هتي مٺن شاھ، حافظ جان محمد قريشيءَ وٽان قرآن ۽ حديث جو درس حاصل ڪيو. هن کي فارسي ۽ عربيءَ تي دسترس حاصل هئي. مٺن شاھ خلافت تحريڪ ۾ به سرگرم رهيو. مهاتما گانڌي ۽ مولانا شوڪت عليءَ سان دوستاڻا تعلقات هئس. ٻئي سندس گهر ۾ مهمان ٿي رهيا هئا. 1930ع ۾ مٺن شاھ ٽنڊي مير نور محمد مان لڏي اچي حيدرآباد ۾ الهداد چنڊ جي ڳوٺ ۾ سڪونت اختيار ڪئي، جتي اڄ ٽائين سندس فرزند رهائش پذير آهن. 5 رمضان المبارڪ 1375ھ/ 17 اپريل 1956ع تي وفات ڪيائين. سندس فرزندن ۾ اڳوڻو سيشن جج سيد حيدر شاھ ۽ ناميارو اديب ۽ شاعر سيد احسن الهاشمي مشهور ٿيا. مٺن شاھ جو روضو مخدوم نوح جي درگاھ لڳ هالن ۾ آهي.

**سيد محبوب علي شاھ[1]:** سيد محبوب علي ولد سردار علي شاھ بخاري، امرتسر شهر ۾، 9 سيپٽمبر 1902ع تي ڄائو هن ابتدائي تعليم اسلاميه هاءِ اسڪول هال دروازه، امرتسر مان حاصل ڪئي. ان



کانپوءِ سندس والد سکر ۾ مستقل سڪونت اختيار ڪئي، جنهنڪري سيد محبوب علي شاھ به سکر ۾ رهڻ لڳو ان کانپوءِ هن ريلوي اسڪول ۽ پوءِ ميونسپل هاءِ اسڪول سکر مان نائين جماعت پاس ڪرڻ بعد ميٽرڪ عليڳڙهه مان پاس ڪئي، جنهن بعد هن مختلف هنڌن تي ڪم ڪيو. ڪجهه وقت واهن جي کوٽائي ڪندڙ مشينن جي آپريٽر جي حيثيت ۾ ملازمت ڪيائين. ان کانسواءِ سلو فٽر ٽرنر اسٽيم بوائلر ۽ ڊيزل انجڻ ڊرائيور به رهيو. هن بوائلر ڪلاس ڪامپيٽنسيءَ جو امتحان پڻ پاس ڪيو. هي مولانا تاج محمود امروٽيءَ جي جماعت جو هڪ سرگرم رڪن ۽ آزاديءَ جو جذبو رکندڙ ڪارڪن هو. 1925ع ۾ خلافت ڪميٽي سکر جو سيڪريٽري چونڊيو ويو ۽ 'الوحيد' جي بورڊ جو ميمبر بڻايو ويو. 1928ع کان 1933ع تائين سکر ميونسپل ڪاميٽيءَ جو ڪائونسلر رهيو. سيد محبوب علي شاھ 1930ع ۾ 'مجاهدين اسلام' نالي سان رضاڪارن جي هڪ جماعت قائم ڪئي ته جيئن مسلمانن ۾ سياسي جاڳرتا پيدا ٿئي ۽ اهي انگريزن جي سازش کي سمجهي سگهن ۽ پنهنجن حقن جي حاصلات لاءِ جدوجهد ڪن.

سيد محبوب علي شاھ، مسلم ليگ جماعت جو ڪارڪن بڻيو. ان کانپوءِ حسين شهيد سهرورديءَ جي عوامي ليگ ۾ به شامل ٿيو. پر گڏيل چونڊن جي مخالفت ڪندي ان کان الڳ ٿي ويو. ان کانپوءِ 11 ڊسمبر 1968ع تي پيپلز پارٽيءَ ۾ شموليت اختيار ڪيائين ۽ آخر تائين شامل رهيو. سيد محبوب علي شاھ، طبيه ڪاليج حيدرآباد جو سند يافته طبيب ۽ سٺو فوٽوگرافر هو. هن ڪيترا ڪتاب پڻ لکيا، جن ۾: (1) نظريه پاڪستان، (2) اقتصادي مسئلن جو حل، (3) جنگ آزاديءَ جا مجاهد، (4) خلافت تحريڪ، (5) سکر جون يادگيريون شامل آهن.

پير علي محمد راشدي ڪتاب 'اُهي ڏينهن اُهي شينهن' ۾ لکي ٿو ته: "ميان محبوب علي شاھ قومي تحريڪن جي چڱي سرپرستي ڪندو هو. ان وقت جا سمورا قومي ورڪر ساڻس وابسته رهندا هئا، جن ۾ ابو شوڪت حمزو، ماستر ميان عبدالرزاق، مولانا دين محمد وفائي، ماستر تاج محمد عليگ، ميان نعمت الله قريشي ۽ ٻيا شامل هئا."

محبوب علي شاھ ٻه ٽي دفعا اليڪشن ۾ اميدوار بيٺو پر ڪٽي نه سگهيو. سندس طبيعت تي انهن ناڪامين جو وڏو اثر پيو. آخر قوم جي شعور مان نااميد ٿي گوشه نشين ٿي ويو.

سيد محبوب علي شاھ 30 مئي 1979ع تي سکر ۾ وفات ڪئي.

**سيد محبوب علي شاھ[2]:** ناميارو مصور سيد محبوب علي شاھ سڄاول، ضلعي ٺٽي ۾ جنم ورتو. هيءُ هر قسم جي تصويرڪشي ۽ منظرنگاري ڪرڻ ۾ مهارت رکندو هو. هن جون ڪيتريون تصويرون اعليٰ عملدارن جي گهرن جي سونهن بڻيل آهن. 27 جون 1968ع تي جنرل ايوب خان جي جشن ڏهه سالا ترقيءَ جي سلسلي ۾ ميرپورخاص ۾ منعقد ٿيل آل پاڪستان پينٽنگس ۽ فوٽوگرافي نمائش ۾ ڪيس سندس تيار ڪيل سنڌ جي ڳوٺاڻي زندگيءَ جي عڪاسي ڪندڙ پينٽنگ کي پهريون نمبر مليو. سيد محبوب علي شاھ جي مصورانه صلاحيتن کي هڪ آمريڪي عملدار جان ايس برمس خط لکي ساراهيو هو. شاھ صاحب مصور هئڻ سان گڏ هڪ سياسي ۽ سماجي ڪارڪن به هو. ٽائون ڪاميٽي سڄاول جو ڪائونسلر ۽ چيئرمئن به رهيو. شهري مسئلن جي حل لاءِ وقت به وقت قائم ٿيندڙ ڪميشن جو يا ته باني توڙي ميمبر پڻ رهيو.

سيد محبوب علي شاھ، 09 آگسٽ 2000ع تي وفات ڪئي.

**سيد محسن علي شاهه بخاري:** مشهور تعليمدان ۽ اديب سيد محسن علي شاهه ولد سيد محمد شاهه بخاريءَ جو جنم، 21 جنوري 1938ع تي، تنيا بقا شاهه، ضلعي نوشهري فيروز ۾ ٿيو پرائمري تعليم



پنهنجي ڳوٺ مان پڙهي، وڌيڪ مئٽرڪ تائين تعليم هاءِ اسڪول ڪنڊياري مان حاصل ڪيائين. ان کانپوءِ گورنمينٽ ممتاز ڪاليج خيرپور مان بي. اي پاس ڪيائين. ايم. اي سنڌي ڪراچي يونيورسٽيءَ مان پاس ڪري، نيو عليگڙهه ڪاليج ٽنڊي آدم ۾ سنڌيءَ جو ليڪچرر مقرر ٿيو جتي هُو سنڌي علم ادب جي ترقيءَ لاءِ نهايت جانفشانيءَ، همت ۽ جذبي سان ڪم ڪندو رهيو. ڪاليج ۾ ادبي محفلون مچائڻ لاءِ بزم لطيف جو بنياد وڌائين ۽ اُن بزم پاران شاهه لطيف جون ورسيون ۽ ٻيا جلسا، سندس نگرانيءَ ۾ ٿيندا رهيا، جن ۾ مخدوم محمد زمان طالب المولىٰ، پير حسام الدين راشدي، علامه غلام مصطفىٰ قاسمي، استاد بخاري ۽ ٻيا اديب ۽ محقق ايندا هئا. ان کانسواءِ بزم لطيف پاران سنڌي زبان ۾ 'ٽنڊو آدم' نالي سان ڪاليج مئگزين شايع ٿيندي رهي.

سيد محسن علي شاهه، مئي 1998ع ۾ نيو عليگڙهه ڪاليج ٽنڊي آدم مان بدلي ٿي سچل سرمست ڪاليج راڻيپور ۾ پرنسپال مقرر ٿيو جتي مختصر عرصو رهائش دوران سندس ڪوشش سان مختلف علمي ادبي فنڪشن منعقد ڪيا. سندس ڪوشش سان ڪاليج خوبصورت نئين عمارت ۾ منتقل ٿيو جيئن ته شاهه صاحب بنيادي طرح علم ادب جو عاشق آهي، ان ڪري پرنسپاليءَ واري عهدي کان آجو ٿي، گورنمينٽ ڪاليج ڪنڊياري ۾ پروفيسر مقرر ٿيو ٽنڊي آدم ڪاليج ۾ پرنسپال مقرر ٿي آيو ۽ اُتان سال 1999ع ۾ رٽائرمينٽ ورتائين. شاهه صاحب هيليان ڪتاب تصنيف ڪيا آهن:

(1) خيرپور ۾ خيرجا ڏينهن' (1992ع): هي ڪتاب سندس خيرپور ۾ شاگرديءَ واري زماني جي دوستن، سائين، اديبن ۽ شاعرن جي احوال تي مشتمل آهي ۽ پنهنجي دور جي حقيقي ۽ سچي تاريخ آهي.
(2) خود نوشت سوانح سيد محسن شاهه بخاري، (3) سردار لهج سار (سيد عبدالله شاهه جو احوال ۽ سفرنامو)، (4) نماز بابت بنيادي ڄاڻ (2010ع)، ۽ (5) سنڌي نصاب گائيڊ (ٻارهين ڪلاس لاءِ).

پروفيسر محسن شاهه بخاريءَ جي تحرير ۾ رواني، شڳفتگي، حقيقت نگاري ۽ دلپذيري آهي. شاهه صاحب نهايت قربدار، سچار، مهمان نواز ڪچهرين جو ڪوڏيو ۽ مهمان نواز شخص آهي.

ٽنڊي آدم ۾ عبدالله ورياهه ۽ سندس ادبي جوڙي مشهور هئي. ڊاڪٽر نواز علي شوق سان به سندس ناتا پراڻا آهن. هي ٽيئي دوست ڪيترن ادبي ۽ تحقيقي ڪمن ۽ پروگرامن ۾ هڪٻئي جا سهڪاري رهيا آهن.

**سيد محمد اختر، حڪيم:** حڪيم سيد محمد اختر اصل هندستان جو رهاڪو هو جتان ويهين صدي عيسويءَ جي شروعات ۾ پير محمد صالح شاهه راڻيپور واري وٽ اچي رهيو ٿوري وقت کانپوءِ لاڙڪاڻي جي لاهوري محلي ۾ رهائش اختيار ڪيائين. سيد محمد اختر طب سان گڏ علم جعفر ۽ نجوم ۾ به ماهر هو سندس، خانبهادر الله بخش سومري جي والد حاجي محمد عمر سومري ۽ پير تراب علي شاهه سان دوستاڻا تعلقات هئا. سيد محمد اختر جي طبابت جا ڪيترائي ڪارناما اڄ به مشهور آهن. ڪيترائي لاعلاج مريض سندس علاج سبب شفاياب ٿيا.

سيد محمد اختر جا طبي نسخا حاجي مولا بخش سومري ۽ محمد صادق راڻيپور واري جي پوين وٽ محفوظ هئا. سندس شاگردن ۾ مولانا محمد صادق راڻيپوري قابل ذڪر آهي.

هن حڪيم جو ذڪر نامور محقق پير حسام الدين راشدي به ڪيو آهي، ان کانسواءِ نامور شاعر نياز همايونيءَ پنهنجي ڪتاب 'سنڌ جي طبي تاريخ' ۾ به سندس ذڪر ڪيو آهي.

**سيد محمد تقي بخاري:** نامياري بزرگ ۽ درويش سيد محمد تقي بخاريءَ جو شمار، 12 صدي هجريءَ جي بزرگن ۾ ٿئي ٿو تحفة الڪرام ۾ مير علي شير قانع ٺٽوي، سيد محمد تقي بخاريءَ لاءِ لکيو آهي ته: "شڪارپور جي ماڻهن مان سيد محمد تقي بخاري پنهنجي وقت جو صاحب ڪرامت ٿي گذريو آهي. عام ۽ خاص ماڻهن جو منجهس تمام گهڻو اعتقاد هوندو هو. سندس پٽ سيد ابو طالب ۽ سيد مير محمد اتي مشهور آهن."

هن صوفي بزرگ جي تربت هزاري در، شڪارپور جي مسجد جي پويان شڪارپور ۾ هڪ حويليءَ اندر آهي. وفات جي تاريخ ڪتبي تي اُڪريل نه آهي. سندس اولاد شڪارپور ۾ رهي ٿو.

**سيد محمد شاهه:** الحاج سيد محمد شاهه ولد سيد مير اول شاهه جو جنم 22 شوال 1308هه بمطابق 8 جون 1891ع تي ضلعي مٽياريءَ ۾ ٿيو هيءَ 'باقيل پوٽا' ساداتن مان هو ۽ پنهنجي وقت جو وڏو عالم هو هن فارسي ۽ عربيءَ جي تعليم قاضي لعل محمد کان حاصل ڪئي. جي. ايم. سيد پنهنجي ڪتاب 'جنب گذاريم جن سين' ۾ لکي ٿو ته: "هنن جي پاڙي جو اصل جاموٽ چتن شاهه هو جيڪو لاولد ٿي وفات ڪري ويو ان کانپوءِ جاموٽيءَ جي پڳ خالي رهي، جيڪا جملي پائرن گڏجي حاجي الهه اوپائي کي ٻڌائي، جنهن 1345هه/ 1926ع ۾ وفات ڪئي ته پائرن گڏجي حاجي محمد شاهه کي جاموٽ ڪيو" هن جي هٿ تي ڪيترا ماڻهو مسلمان ٿيا. هن انگريزن کان آزاديءَ واري تحريڪ ۾ ڀرپور حصو ورتو ان دوران جواهرلال نهروءَ جي ميزباني ڪرڻ تي کيس 90 ڏينهن لاءِ نظربند ڪيو ويو 'انجمن سادات مٽياريءَ' جو بنياد پوڻ بعد 1924ع ۾ سن شهر ۾ ڪوٺايل ڪانفرنس ۾ کيس تنظيم جو جنرل سيڪريٽري مقرر ڪيو ويو 'خلافت تحريڪ' ۾ به سيد حاجي محمد شاهه

ڀرپور حصو ورتو. جڏهن خلافت تحريڪ پاران ترڪ موالات جو اعلان ڪيو ويو ته انگريزن ان کي ختم ڪرڻ لاءِ امن سڀائون قائم ڪيون، جنهن تي نامور عالمن امن سڀائن خلاف 'علماءِ سو' نالي سان فتوائن جو مجموعو جاري ڪيو. ان ۾ سيد محمد شاهه به امن ڪميشن جي برخلاف فتويٰ ڏني. ان ڪانسواءِ سيد محمد شاهه شيخ عبدالمجيد سنڌيءَ جي قائم ڪيل تنظيم 'آزاد سنڌ ڪانفرنس' ضلعي مٽياريءَ جو نائب صدر به رهيو. سيد حاجي محمد شاهه پنهنجي زندگيءَ ۾ پندرهن حج ادا ڪيا. ان ڪانسواءِ شاهه صاحب ان دور جي سماجي ۽ سياسي سرگرمين ۾ ڀرپور حصو وٺندو رهيو.

**سيد محمد شاهه امروٽي، مولانا:** مولانا سيد محمد شاهه ولد مولانا سيد نظام الدين شاهه امروٽي، 9 ذوالحج 1337هه/ 9 مئي 1929ع تي ڳوٺ ديواني لڳ ڀريالوءِ، ضلعي خيرپورميرس ۾ پيدا ٿيو. مولانا تاج محمود امروٽيءَ جي وفات کانپوءِ سيد محمد شاهه پنهنجي والد سان گڏ امروٽ شريف آيو، جتي قرآن مجيد جي تعليم پنهنجي مامي مولانا الله بخش بروهيءَ کان حاصل ڪيائين ۽ ڇهن درجن تائين نصابي تعليم به امروٽ شريف مان ورتائين.



ان بعد فارسيءَ جي تعليم دليل پور، تعلقي ٺل ۾ مولانا عبدالوهاب ڪوسي کان حاصل ڪيائين ۽ ٽن مهينن تائين مدرسي دارالهديٰ ٺيڙهيءَ ۾ مولانا حبيب الله، مولانا عبدالهادي ۽ مولانا قاري عزيزالله وٽ پڙهيو. ان کانپوءِ تعلقي قنبر جي ڳوٺ ٻني جي مشهور منطقي عالم مولانا شاهه محمد ۽ لاڙڪاڻي ۾ مولانا محمد صاحب وٽ پڙهيو. درگاهه امروٽ شريف جي مدرسي ۾ ڪجهه وقت مولانا عبدالله چانديي وٽ پڻ پڙهيو. آخر ۾ مدرسه تاج المدارس امروٽ ۾ تعليم مڪمل ڪري دستارِ فضيلت ٻڌائين. تعليم مان فارغ ٿيڻ بعد امروٽ شريف ۾ درس تدريس ۽ ديني ڪتابن جي مطالعي ۾ مصروف رهيو. والد جي وفات کان پوءِ کيس درگاهه 'عاليه قادريه راشديه امروٽ' جو سجاده نشين بڻايو ويو. سيد محمد شاهه عالم ۽ فاضل هئڻ سان گڏ بهترين مقرر، سنو ليکڪ، شاعر، حڪيم ۽ سياستدان به هو. هن مولانا احمد علي لاهوري، مولانا احتشام الحق ٿانوي، مولانا غلام غوث هزاروي ۽ مولانا مفتي محمود جهڙن جيد عالمن ۽ اڳواڻن سان گڏجي ڪم ڪيو. جميعت علماءِ اسلام صوبي سنڌ جو امير رهيو. تنظيم جو صدر به چونديو. سنڌ هاري ڪميٽي، تحريڪ ختم نبوت، تحريڪ بحالي جمهوريت (MRD) ۽ پاڪستان قومي اتحاد وغيره تحريڪن ۾ سندس ڀرپور ڪردار رهيو.

مولانا سيد محمد شاهه امروٽيءَ جا ٻه ڪتاب 'رسالهٔ جهاد' ۽ 'ملن جو مرشد' مشهور آهن، جيڪي 'دارالاشاعت امروٽ شريف' طرفان 53-1952ع ۾ شايع ٿيا هئا. سيد محمد شاهه امروٽيءَ کي زندگيءَ جي آخري سالن ۾ ذيابيطس ۽ دل جي تڪليف ٿي. هن 13 نومبر 1987ع تي وفات ڪئي. سندس آخري آرامگاهه امروٽ شريف جي قبرستان ۾ آهي.

**سيد محمد شاهه سنائي:** سيد محمد شاهه، مشهور سياسي اڳواڻ سائين جي. ايم سيد جو والد هو. سيد محمد شاهه جي عدل انصاف، سياءَ ۽ وڏن توڙي ننڍن سان پيار جي هاڪ ٻري ٻري تائين پکڙيل هئي ۽ هر ڪو ماڻهو سندس عزت ڪندو هو. سيد محمد شاهه ارڏو زميندار هو. انگريزن جا حڪم نه مڃيندو هو. اُن ڪري هنن سندس سرگرمين تي نظر رکڻ لاءِ سن شهر ۾ پوليس مقرر ڪئي، جنهن کي 'ڇٽي پوليس' سڏيو ويندو هو. ڇو ته انهن کي ماني محمد شاهه کارائيندو هو ۽ سندن رهائش جو بندوبست به هو ڪندو هو. سندس مريد توڙي ڪوهستان جا ماڻهو پنهنجن فيصلن لاءِ وٽس ايندا هئا ۽ اها نيڪ نامي سندس سؤٽ ستابي شاهه کان برداشت نه ٿي ۽ پنهنجن حامين، چانڊين ۽ ٻين ذريعي سيد محمد شاهه کي جامع مسجد مان تهجد پڙهي موٽندي، 03 رمضان 1323هه/ ڀهرين نومبر 1905ع تي شهيد ڪرايو. ان کانپوءِ سيد محمد شاهه جي مريدن، معرفاٽي سيدن ۽ ڪوهستان کان آيل عقيدتمند سيد ستابي شاهه کان پلاند وٺڻ لاءِ هٿيار بند ٿي مٿس ڪاهه ڪئي. شاهه صاحب، پنهنجو پٽ هنج ۾ ڪري ڪوٺيءَ ۾ وڃي لڪو. پلاندين سڃي ڪوٺيءَ کي ڪانن جي دن ڦيرائي، باهه ڏيڻ کان اڳ شاهه صاحب کي چيو ته ننڍڙي ٻار کي ٻاهر ڪڍي. ان تي ستابي شاهه پٽ شهاب الدين شاهه کي ٻاهر ڪڍي ڏنو ۽ هنن ڪوٺيءَ کي ڦيرايل ڪانن کي باهه ڏني ۽ ستابو شاهه اندر سڙي خاڪ ٿي ويو.

**سيد محمد شاهه مست:** نامور صوفي بزرگ ۽ عالم سيد محمد شاهه مست جو تعلق ضلعي قنبر شهدادڪوٽ نصيرآباد جي ڳوٺ واسو ڪلهوڙي سان هو. سندس وڏا ايران جي شهر بخارا مان بلوچستان جي رستي سنڌ ۾ آيا ۽ نصير آباد لڳ ڳوٺ واسو ڪلهوڙي ۾ رهائش پذير ٿيا. هن بزرگ جي والد جو نالو سيد اسماعيل شاهه هو. قادري سلسلي جي روحاني پيشوا سيد محمد شاهه مست جي درگاهه نصيرآباد کان اتر طرف 8 ڪلوميٽرن جي فاصلي تي واقع آهي. هن صوفي بزرگ جي درگاهه تي مسلمانن کان سواءِ مختلف مذهبن سان تعلق رکندڙ مريد سنڌ سميت دنيا جي ڪنڊڪڙڇ مان اچن ٿا، جن ۾ عرب امارات ۽ سعودي عرب شامل آهن. روايت موجب هڪ دفعي ڪو ضرورتمند ماڻهو وٽس آيو ۽ چيائين ته آءٌ نياڻيءَ جو نڪاح ڪرايان ٿو، مون وٽ ڏاج جا پئسا ڪونه آهن، ان سلسلي ۾ منهنجي مدد ڪريو. تڏهن فقير کيس چيو ته ٻه ڏينهن ترسي پوءِ پئسا ڪٽي وڃجانءِ اهو ماڻهو ٻه ڏينهن ترسيو. پر هن وٽ پئسا ڪونه ٿيا، تڏهن هن ضرورتمند کي چيو ته مون کي وٺي هلي ڪنهن وٽ وڪرو ڪري ضرورت جا پئسا حاصل ڪر. پوءِ ان ماڻهوءَ هن بزرگ کي 300 روپين ۾ ڳوٺ صادق جي رهواسين وٽ وڪرو ڪيو. جيڪي ٻن ڏينهن کانپوءِ کيس واپس ڇڏي ويا. درگاهه 'مست تي هڪ

ڪوهہ آهي، جنهن بابت عام ويساهہ آهي تہ بيمار ماڻهو ان ڪوهہ جو پاڻي پيئڻ سان شفاياب ٿئي ٿو (والله علم!). سيد محمد شاهہ مست پنهنجي ڳوٺ ۾ هڪ مدرسو بہ قائم ڪيو جيڪو اڄ بہ موجود آهي، جتان ڪيترائي عالم ۽ حافظ ٿيا. هن بزرگ جو ڏهاڙو هر سال 2 محرم تي سادگيءَ سان ملهايو ويندو آهي.

**سيد محمد شجاع ثاني:** سيد محمد شجاع ثاني ولد پير محمد شاهہ لکوي 1193هہ/ 1773ع ۾ ضلعي شڪارپور جي شهر لکي غلام شاهہ ۾ ڄائو. سندن خاندان ۾ ڪيترائي عالم، اديب، شاعر ۽ حڪيم ٿي گذريا آهن. محمد شجاع (ثاني) وڏو عالم اديب ۽ فارسي زبان جو شاعر هو. ڪيس عروض جي ڄاڻ هئي. هي غزل گو ۽ صاحب ديوان شاعر هو. هن جي ڪلام ۾ عشق رسول صلي الله عليہ وسلم، نصيحت ۽ اخلاق جو تاثر ملي ٿو ۽ سندس فارسي ڪلام کان سواءِ هڪ مولود سنڌيءَ ۾ بہ ملي ٿو. جنهن جا ڪجهہ بند نموني طور ڏجن ٿا:

حال ڇئجو هي، منهنجو مير مڪي شاهہ کي،
او ادا! ميان حاجيو!
رحمت آهي رسول تي، ڪيئن ٻاجهہ گهران ڪئون هئي،
او ادا! ميان حاجيو!

سيد محمد شجاع، پنهنجي اباڻي ڳوٺ لکي غلام شاهہ ۾، 1263هہ مطابق 1846ع ۾ وفات ڪئي.

**سيد محمد عابد شاهہ جيلاني 'ثاني':** عالم ۽ بزرگ سيد محمد عابد 'ثاني' گهوٽڪيءَ جي بزرگ پير موسيٰ شاهہ جيلانيءَ جو فرزند هو. هن 1741ع ڌاري گهوٽڪيءَ ۾ جنم ورتو. هن پنهنجي ڳوٺ جي مڪتب ۾ پنهنجن وڏن کان تعليم حاصل ڪئي. قرآن مجيد حفظ ڪيائين. فاضل ۽ اڪمل عالم هو. جمعي جي ڏينهن خطابت جا فرض سرانجام ڏيندو هو. شريعت جو صاحب ۽ طريقت جي رمزن کان واقف هو. ظاهري ۽ باطني علم ۾ ڪمالات جو مالڪ هو. سخاوت ۽ شجاعت ۾ شهرت رکندو هو. عاقل ۽ سمجهہ ۾ اڪابر هو. وٽس راڄن جا فيصلا بہ ٿيندا هئا. جيڪي حديث جي روشنيءَ ۾ نبيريندو هو. اڪثر پنهنجو وقت هدايت ۽ تلقين ۾ گذاريندو هو. سجي سنڌ جا وڏا عالم وٽانئس فتوائون لکرائيندا هئا. هن 19 نومبر 1799ع تي وفات ڪئي. سندس مزار گهوٽڪيءَ جي وڏي خانقاهہ ۾ آهي.

**سيد محمد عالم شاهہ شيرازي:** الحاج حڪيم سيد محمد عالم شاهہ ولد سيد محمد ٻچل شاهہ شيرازيءَ جي نسبت حسيني هئي، چيو وڃي ٿو تہ سندن نسبت نبي ڪريم صلي الله عليہ وسلم جن جي ڏوهٽي سيد الشهداءِ حضرت امام حسين عليہ السلام جن سان ملي ٿي.

سيد محمد عالم شاهہ ڳوٺ ڪرمپور ۾ 1904ع ڌاري جنم ورتو هن ابتدائي تعليم ڳوٺ ڪانيا ڪيريا، تعلقي سيوهڻ مان حاصل ڪئي، جتان پوءِ وري قاضي احمد لڳ ڪُبڙن جي ڳوٺ ۾ علامہ مولوي عبدالله يمشيءَ وٽ تعليم حاصل ڪري فارغ التحصيل ٿيو. پر دستار بندي نہ ڪيائين. ڇاڪاڻ تہ شرعاً اها جوابداري کڻڻ نہ چاهيائين. علم حاصل ڪرڻ بعد هو پنهنجو آبائي پيشو حڪمت ڪرڻ لڳو جنهن ۾



ڪيس ايڏي تہ مهارت حاصل هئي، جو مريض کي ڏسڻ شرط ئي دوا منتخب ڪري ڏيندو هو ۽ مريض شفاياب ٿي ويندا هئا. دوا سان گڏ دعا بہ ڪندو هو ۽ دوا جا پئسا نہ وٺندو هو سيد محمد عالم شاهہ روحاني طريقي سان دماغي علاج بہ ڪندو هو. ايتريقدر جو لاعلاج ڄاڻايل دماغي مريض بہ وٽانئس شفاياب ٿي واپس ٿيندا هئا.

سيد محمد عالم شاهہ عبادت گذار، شب خيز ۽ شب بيدار هو. سڄي رات عبادت ۾ گذاريندو هو. فجر جي نماز بعد ورد ۽ وظيفا ڪرڻ کانپوءِ پنهنجي دوا خاني تي ايندو هو. جتي آيل مريضن جو علاج ڪندو هو ۽ کين دوائون ڏيندو هو سيد محمد عالم شاهہ بذات خود ڪنهن کي بہ مريد نہ ڪيو پر جيڪي سندس خاندان جي وڏن جا اڳيئي مريد هئا، تن کي ٻچن وانگر سنڀاليندو ايندو هو. حج بيت الله جي سعادت پڻ ماڻيائين.

سيد محمد عالم شاهہ 12 آگسٽ 1975ع تي وفات ڪئي.

**سيد محمد عالم شاهہ 'عالم':** سيد محمد عالم شاهہ ٽڪڙائي 'عالم'، 2 فبروري 1889ع تي ٽنڊو ٽکڙ شهر ۾ پيدا ٿيو. ابتدائي تعليم لاءِ کيس علامہ حافظ محمد يوسف جي مڪتب ۾ ويهاريو ويو. اتي تعليم حاصل ڪرڻ دوران هڪ ڏينهن جهالا ڊويزن جو ڊپٽي ڪليڪٽر مسٽر پرنگل مڪتب جو معائنو ڪرڻ آيو. مڪتب ۾ ٻين شاگردن سان گڏ محمد عالم شاه کان بہ چند سوال پڇيائين. پرنگل صاحب محمد عالم شاهہ جي ذهانت کان متاثر ٿي سندس بزرگن کي چيو تہ 'عالم شاهہ کي انگريزي تعليم ڏياريو'. عالم شاهہ، علامہ اسدالله شاهہ 'فدا' وٽ عربيءَ جي تعليم وٺي سنڌ مدرسة الاسلام ڪراچيءَ ۾ داخلا ورتي، جتي مئٽرڪ تائين پڙهيو پر وڏيءَ ڄمار هجڻ ڪري ڪيس امتحان ۾ ويهڻ نہ ڏنو ويو، ڇاڪاڻ جو انهيءَ وقت مئٽرڪ جي امتحان لاءِ عمر جي حد مقرر ٿيل هئي. محمد عالم شاهہ مايوس ٿيو تہ ڪيس نور محمد ۽ دين محمد عليگ صلاح ڏني تہ 'عليگڙهہ پڙهڻ وڃ'. ٿوري عرصي کانپوءِ محمد عالم شاهہ عليگڙهہ وڃي پهتو پر اتي بہ ڪامياب نہ ٿيو ۽ واپس پنهنجي ديس اچي ويو ۽ ان کانپوءِ سندس تعليم حاصل ڪرڻ جو سلسلو هميشہ لاءِ کٽجي ويو.

محمد عالم شاهہ کي خانداني بزرگن جي صحبت هجڻ ڪري ننڍي هوندي کان ئي شاعريءَ جو شوق هو. شاعريءَ ۾ علامہ اسدالله شاهہ 'فدا' کان سکيا ورتائين. سندس شاعريءَ ۾ اڪثر نج سنڌي لفظ آيل آهن. سندس ڪافي ڪلام هو، پر اڳتي هلي هو علم ادب جي مشغلي کان

ايترو تہ پري ٿي ويو. جو سنڌس ڪتبخاني ۾ ڪيترا علمي ۽ ادبي نادر قلمي توڙي ڇاپي ڪتاب موجود هئا. جن ۾ سنڌس شاعريءَ جو بياض پڻ موجود هو. سو گهڻي وقت نہ ڏسڻ ڪري اڏوهيءَ جو کاڄ ٿي ويو ۽ ان جو هڪڙو ورق بہ سلامت نہ مليو. بس فقط چار ڪافيون ئي ملي سگهيون.

سنڌ جي هن بهترين شاعر، 30 مئي 1955ع تي وفات ڪئي.

**سيد محمد علي شاهہ:** مشهور سياستدان ۽ زميندار، سيد محمد علي شاهہ ولد خانبهادر سيد الهندو شاهہ، مٽياري سيدن جي ميان پوٽي پاڙي مان هو. جيڪي 150 سالن کان ڏيري/ دربيلي ۾ رهندڙ هئا. سيد محمد علي شاهہ، 1912ع ڌاري دربيلي ضلعي نوشهري فيروز ۾ پيدا ٿيو. سنڌس والد پنهنجن پٽن- قراري شاهہ ۽ محمد علي شاهہ- جي تعليم لاءِ حڪيم فتح محمد سيوهاڻيءَ کي رکيو. سيد محمد علي شاهہ بعد ۾ نوشهري فيروز مدرسي ۾ داخل ٿيو ۽ ڇهہ درجا انگريزي عثمان علي انصاريءَ جي هٿ هيٺ پڙهيو. شاهہ صاحب نهايت ئي ذهين هو. ننڍپڻ کان سياست ڏانهن لاڙو هئس.




1933ع ڌاري سياست جي ميدان ۾ پيرپاتائين. هن ئي سال (1933ع) جي. ايم. سيد ۽ ٻين سر شاهنواز ڀُٽي جي ليڊرشپ ۾ هڪ جماعت 'پيپلز پارٽي' ٺاهي، جنهن جي پهرين ميٽنگ ۾ 13 جون 1934ع تي محمد علي شاهہ بہ شرڪت ڪئي. ان ڪانپوءِ 1934ع جي آخر ۾ هن جي. ايم. سيد ۽ ٻين سان گڏجي، سردار نبي بخش ڀُٽي جي مرڪزي اسيمبليءَ ۾ ميمبريءَ لاءِ نوابشاهہ ضلعي ۾ مدد ڪئي. بعد ۾ هو پهرين ضلعي لوڪلبورڊ نوابشاهہ جو ميمبر چونڊيو ۽ سنڌ اتحاد پارٽيءَ جو ميمبر ٿيو ۽ ان جي ٽڪيٽ تي جنوري 1937ع ۾ سنڌ اسيمبليءَ جو ميمبر منتخب ٿيو. سر غلام حسين هدايت الله جي وزارت ٺهڻ بعد 'اتحاد پارٽيءَ' جي ميمبرن سان مخالفت ۾ ويٺو. 1938ع ۾ سر غلام حسين جي وزارت ڊٺي ۽ الهہ بخش سومري جي وزارت ٺهي تہ ان جي اوائلي مددگارن مان هڪ هو. ليڪن جڏهن ڏٺن جي سوال تان اتحاد پارٽيءَ الهہ بخش وزارت جو ساٿ ڇڏي ڏنو تہ الهہ بخش سان دوستانہ تعلقات هئڻ ڪري پاڻ وزارت سان گڏ رهيو. ان عرصي ۾ هڪ ڀيرو مسلم ليگ وزارت ٺهي، پوءِ وري 1941ع ۾ الهہ بخش وزارت طاقت ۾ آئي. سيپٽمبر 1942ع ۾ الهہ بخش سومري، انگريز سرڪار کي خطاب موٽائي ڏنا، ان تان سنڌس وزارت کي ڊسمس ڪيو ويو ان جي جاءِ تي سر غلام حسين وزارت ٺاهي. 14 مئي 1943ع تي الهہ بخش سومري جي شهادت ٿي. ان ڪانپوءِ سيد محمد علي شاهہ جي. ايم. سيد سان ملي مسلم ليگ ۾ شامل ٿيو ۽ ساڻس گڏ رهندو آيو.

1944ع ۾ صوبائي مسلم ليگ جا جڏهن سر غلام حسين جي وزارت سان اختلاف پيدا ٿيا تہ هي جي. ايم. سيد سان گڏ هو. سگهو ئي سر غلام حسين جي وزارت کي اسيمبليءَ ۾ شڪست ملي، اُن تي جناح صاحب ناراض ٿيو. مسلمانن جي پڙهيل طبقي گهر ڪئي تہ مسلم ليگ هاءِ ڪمانڊ جو حڪم مڃي، سر غلام حسين کي اڳيان آندو وڃي، ان ڪري جي. ايم. سيد وارن کي سر غلام حسين سان ٺاهہ ڪرڻو پيو. سر غلام حسين حاجي مولا بخش سومري کي وزارت مان ڪڍي ان جي جاءِ تي پي. ڊبليو ڊي جو وزير مقرر ڪيو ان ڪانپوءِ بہ مسلم ليگ وزارت ۽ صوبائي مسلم ليگ جي وچ ۾ اختلاف هلندا آيا، ۽ ان دور ۾ وزيرن مان رڳو سيد محمد علي شاهہ ئي جي. ايم. سيد وارن سان وفادار رهندو آيو.

1945ع جي آخر ۾ نين چونڊن لاءِ ٽڪيٽن ڏيڻ جو وقت آيو تہ مسلم ليگ هاءِ ڪمانڊ وزارت جو طرف ورتي، صوبہ سنڌ مسلم ليگ کي سسپينڊ ڪري، ايڊهاڪ مسلم ليگ ڪاميٽي ٺاهي. ان وقت سيد محمد علي شاهہ جي ٽڪيٽ رد ڪري، سنڌس سامهون 110 قلم هيٺ بہ ڀيرا سزا ڪاٽل ماڻهوءَ کي ٽڪيٽ ڏني وئي. ان وقت جي نوابشاهہ جي ڪليڪٽر جي دست اندازي ۽ مسلم ليگ اميدوار جي هر نموني مدد ڪرڻ جي باوجود سيد محمد علي شاهہ اسيمبليءَ ۾ چونڊجي آيو. ڪانگريس پارٽيءَ سان ڪوئليشن ڪرڻ وقت سيد محمد علي شاهہ جي. ايم. سيد وارن سان گڏ هو. ٿوري وقت ڪانپوءِ، سر غلام حسين جي وزارت کي اڪثريت نہ هئڻ جي نتيجي ۾ گورنر مخالف پارٽيءَ جي وزارت ٺاهڻ جي موقعي ڏيڻ ڪانسواءِ اسيمبلي ختم ڪري نيون چونڊون ڪرايون. هنن چونڊن ۾ مسلم ليگ وزارت، انگريز گورنر جي کُليءَ طرفداريءَ سان سرڪاري عملدارن کي ڪتب آڻي، اڻ وٽندڙ طريقن سان شاهہ صاحب ۽ سنڌس حمايتين کي شڪست ڏياري. چونڊن ۾ ڏانڌلين ۽ شڪست بعد سيد محمد علي شاهہ دلشڪستو ٿي پيو ۽ پوءِ هن جي سياست ۾ ڪا دلچسپي نہ رهي.

سنڌ جي اڪثر سياستدانن وانگر سيد محمد علي شاهہ جي پاور پاليٽڪس ۾ دلچسپي ضرور هئي، پر منجهس وفاداري، همت، خوش خلقي، عام ماڻهن سان لاڳاپا رکڻ ۽ سندن ڪم ڪار ڪرڻ جون خاص لياقتون هيون.

سيد محمد علي شاهہ، 8 فبروري 1948ع تي ڪراچيءَ ويندي هڪ جيپ جي حادثي ۾ سخت زخمي ٿي پيو ۽ سول اسپتال ڪراچيءَ ۾ وفات ڪري ويو. سيد محمد علي شاهہ کي هڪ فرزند سيد ظفر علي شاهہ آهي، جيڪو ايل. ايل. بي آهي. سيد ظفر علي شاهہ 1956ع ۾ مغربي پاڪستان اسيمبليءَ ۾ چونڊجي آيو. پر ننڍي عمر هئڻ ڪري

ڪيس ميمبريءَ مان خارج ڪيو ويو. 1958ع ۾ ايوب خان جي مارشل لاءِ ڪانپوءِ وري مغربي پاڪستان جي چونڊن ۾ سيد ظفرعلي شاهہ ميمبر چونڊجي آيو ۽ ڊپٽي اسپيڪر ٿي رهيو. ان ڪانپوءِ بہ ظفر علي شاهہ پاڪستان ۾ سنڌ جي سياست ۾ سرگرم رهيو آهي. ڪافي عرصو پيپلز پارٽيءَ ۾ رهيو ۽ هن وقت مسلم ليگ (ن) ۾ آهي.

**سيد محمد ڪامل شاهہ:** سيد ڪامل شاهہ ولد سيد قبول محمد شاهہ، 1874ع ڌاري سعيدپور، ضلعي ٽنڊي محمد خان ۾ ڄائو هو. هي سيد مٽياري سيدن جي ميين پوٽي پاڙي مان هو. هن جي وڏي ڏاڏي ميان محمد 'سعيد شاهہ' ٻارهين صديءَ ڌاري، هنگورن جي ڳوٺ مان لڏي اچي ٽنڊي محمد



خان جي ويجهو پنهنجو ڳوٺ ٻڌايو. جنهن جو نالو 'سعيدپور' رکيو. هن ابتدائي تعليم پنهنجي ڳوٺ مان حاصل ڪئي. فارسيءَ جي تعليم مولوي محمد ابرهيم قريشيءَ کان حاصل ڪيائين. هن پنهنجي محنت ۽ سماجي خدمتن ڪري آسپاس جي علائقن ۾ تمام گهڻو نالو ڪمايو. انهيءَ سبب هن کي ضلعي لوڪلبورڊ جو ميمبرَ چونڊيو ويو. جڏهن 1921ع ۾ نون سڌارن موجب سنڌ کي بمبئي ليجسليٽو ڪائونسل تي وڌيڪ عيوضي ملي تہ انهيءَ سال کان هي زميندار ۽ جاگيردار تڪ تي ميمبر چونڊجڻ لڳو. جيڪو 1936ع تائين هلندو آيو. هي ٽنڊي محمد خان ڊويزن جي زميندار ۽ آبادگار ائسوسيئيشن جو سالن جا سال صدر چونڊيو رهيو. ان ڪانسواءِ هي ٽنڊي محمد خان جي لوڪلبورڊ جو بہ ڏهاڪو سال صدر رهيو.

جي. ايم. سيد پنهنجي ڪتاب 'جنب گذاريم جن سين' ۾ لکي ٿو تہ: "بمبئي ڪائونسل ۾ هو پنهنجي حد مان جنهن جي مدد ڪندو هو. سو ڪامياب ٿي ويندو هو. سرغلام حسين ۽ ميان نور محمد وڪيل سندس مدد سان چونڊيا هئا.

پاڻ سنگت جو سچو، وعدي جو پڪو، مهل سرڪم ايندڙ، خوش خلق ۽ وڏي همت جو صاحب هو. رئيس غلام محمد خان ڀرڳڙيءَ جو دوست هو. ميان محمد ڪامل شاهہ ٻہ شاديون ڪيون. هن کي پهرين شادي مان هڪ فرزند سيد قبول محمد شاهہ ۽ ٻيءَ شادي مان سيد عادل شاهہ ڄائو.

سيد محمد ڪامل شاهہ 17 صفر 1356هہ/29 اپريل 1937ع تي وفات ڪئي.

**سيد محمد مبارڪ جيلاني:** عالم ۽ بزرگ سيد محمد مبارڪ شاهہ جيلاني 1762ع ڌاري گهوٽڪيءَ جي مشهور بزرگ سيد جمال شاهہ جي گهر ۾ جنم ورتو. اباڻي خانقاهہ ۾ پنهنجن وڏن کان تعليم ۽ تربيت حاصل ڪيائين. پاڻ علم تفسير، فقہ، حديث ۽ وعظ جو مشهور عالم هو. سڄي زندگي دين جي خدمت ۾ گذاريائين. سندس گادي نشينيءَ واري دور ۾ مير نصير خان بروهيءَ وٽان ڪيترن ئي ساداتن کي ڪڇيءَ ۾ جاگيرون مليون. سادگيءَ سان زندگي گذاريندو هو. وٽس مريدن ۽ عقيدتمندن جا ميڙ هوندا هئا. ڪيترائي طالب وٽس اچي تعليم حاصل ڪندا هئا. خانقاهہ جو انتظام بهتر نموني سنڀاليندو هو. اڪثر فيصلا وٽس ٿيندا هئا. پاڻ فيصلي ڪرڻ وقت شرعي احڪامن جو خاص خيال رکندو هو ۽ جماعت کي ديني تعليم پرائڻ جي خاص هدايت ڪندو هو. هن 28 جنوري 1800ع تي وفات ڪئي، سندس مزار وڏي خانقاهہ گهوٽڪيءَ ۾ آهي.

**سيد محمد مبارڪ شاهہ جيلاني (ثاني):** درگاهہ خانقاهہ گهوٽڪيءَ جو ڇهون گادي نشين ۽ بزرگ سيد محمد مبارڪ شاهہ 'ثاني'، 11 آڪٽوبر 1792ع تي، گهوٽڪيءَ ۾، سيد محمد صالح شاهہ جي گهر ۾ جنم ورتو. ننڍپڻ کان ئي سندس گادي نشين واري دور ۾ عبادت طرف لاڙو رهيو. ڳوٺ جي مڪتب ۾ پنهنجن بزرگن کان تعليم حاصل ڪيائين. حديث جو عالم ۽ وڏو واعظ هو. سندس وقت جي حاڪمن ۽ عملدارن سان سٺا واسطا هوندا هئا. گهوٽڪيءَ جي سيدن جي باغن جا پروانا روڪيا ويا هئا، جيڪي هن بزرگ ئي بحال ڪرايا. خانقاهہ جو انتظام سهڻي نموني هلائيندو هو. وٽس ڪيترا ماڻهو فيض حاصل ڪرڻ لاءِ ايندا هئا. مريدن کي هميشہ چڱائيءَ جي هدايت ڪندو هو. والد جي وفات بعد سجاده نشين ٿيو.

هن 23 مارچ 1858ع تي وفات ڪئي. سندس وفات تي خليفي گل محمد قطعہ تاريخ پڙ لکي. سندس مزار گهوٽڪيءَ جي وڏي خانقاهہ ۾ آهي.

**سيد محمد مراد شاهہ:** سيد محمد مراد شاهہ، باقيل پوٽا ساداتن ۾ سياسي حوالي سان ڪافي مشهور شخص ٿي گذريو آهي. هن جو جنم 1928ع ڌاري ٿيو. ڪجهہ عرصو ٽائون ڪميٽي مٽياريءَ جو



چيئرمئن بہ رهيو ۽ شهر جي ترقيءَ لاءِ ڪافي ڪم ڪيائين. مٽياري شهر جي ٻاهران سجو سرڪل روڊ هن جي ڪوشش سان ٺهيو. شهر جي ماڻهن جي مسئلن کي حل ڪرڻ لاءِ ڪوششون ڪيائين. ون يونٽ واري دور، 1965ع ۾ مغربي پاڪستان اسيمبليءَ جو ميمبر چونڊيو. مٽياري شهر ۾ تعليمي سجاڳي ۽ نوجوانن ۾ سياسي شعور پيدا ڪرڻ ۾ سندن اهم ڪردار رهيو آهي.

ڪيس ست فرزند ٿيا، جن جا نالا هن ريت آهن: نعيم شاهہ، علي گوهر شاهہ، علي مراد شاهہ، غلام مرتضيٰ شاهہ، ڊاڪٽر حسن مراد شاهہ، خالد مراد شاهہ ۽ غالب مراد شاهہ.

هن 42 سالن جي عمر ۾ 1970ع ۾ وفات ڪئي.

**سيد محمد مڪي**[1]: سنڌ جو ناليوارو بزرگ ۽ ولي الله سيد محمد مڪي بن سيد محمد شجاع 22 محرم 510هه/1116ع تي مڪي شريف ۾ ڄائو. هن جو اصل نالو حمزه هو. ڪيس محمد ۽ محمود به سڏيندا هئا، آخر هو محمد مڪيءَ جي نالي سان مشهور ٿيو ۽ تبليغ جي خيال سان 560هه/1165ع ڌاري سنڌ ۾ آيو. سنڌ ۽ پنجاب جو مڪمل سير سفر ڪيائين. آخر موجوده حيدرآباد ڪي پنهنجو مسڪن بڻايائين. سندس گفتگو روحاني رازن سان ڀريل هوندي هئي. پاڻ 8 ذوالحج 658هه بمطابق 14 نومبر 1260ع ۾ وفات ڪيائين. سندس هڪ فرزند مخدوم صدرالدين 'خطيب' جي نالي سان مشهور ٿيو. 12 صديءَ کان پوءِ سيد مڪي شاهه جي درگاهه حيدرآباد ۾ ٺهرائي وئي. 1082هه/ 1671ع ۾ نواب عزت خان جي ڪوشش سان سندس مزار تي مقبرو جڙي راس ٿيو. هن وقت شاهه مڪيءَ جو مقبرو اوقاف کاتي جي سنڀال هيٺ آهي.

**سيد محمد مڪي**رحه: سيد محمد مڪي برصغير جي رضوي ساداتن جو ڏاڏو هو. سندس قبر ڊپٽي ڪمشنر سکر جي بنگلي جي ڏکڻ طرف هڪ چوديواريءَ اندر آهي. غلام سلطان ناصرالدين محمود جي ڏينهن ۾ 1260ع ۾ مشهد کان سکر ۾ اچي قيام ڪيائين. سيد محمد مڪيءَ جو شجره نسب مٿي وڃي امام علي رضا[ع] سان ملي ٿو.

سندس اولاد سکر ۽ روهڙيءَ کان سواءِ ٺٽي ۽ نصرپور تائين پکڙجي ويو. مشهور شاعر شاهه عنات رضوي نصرپور وارو به سندس ئي اولاد مان هو. سيد محمد مڪيءَ سکر ۾ رهائش اختيار ڪئي ۽ اتي ئي ابدي آرامي آهي. سندس وفات جي تاريخ جي ڪا پڪي خبر نٿي پوي، پر هر سال سندس عرس تي ربيع الاول جي مهيني ۾ ميلو لڳندو آهي. سيد محمد مڪيءَ جي درگاهه سکر جي اهم زيارتگاهن مان هڪ آهي.

**سيد محمد وريل شاهه سبزواري**: سيد محمد وريل شاهه سبزواري، سيد مير ڪلان سبزواريءَ جي خاندان ۾ 1901ع ڌاري سيوهڻ ۾ پيدا ٿيو. هن ابتدائي تعليم سيوهڻ مان حاصل ڪئي. ڪيس اهو اعزاز حاصل هو ته هو سنڌ جي سيد خاندان مان پهريون گرئجوئيٽ ۽ دادو ضلعي جو پهريون گرئجوئيٽ ۽ درگاهه قلندر لعل شهباز جو سجاده نشين هو سندس زمينداريءَ سان گڏ سياست طرف لاڙو هو سماجي حوالي سان سندس ڪافي خدمتون آهن. ٽي ڀيرا سيوهڻ ميونسپل جو صدر به رهيو.

سيد محمد وريل شاهه سبزواري سلو مرثيه خوان هو ڪيس سيد ثابت علي شاهه ڪربلائي ۽ ٻين جا مرثيا برزبان ياد هئا. شاهه صاحب ڪي ڇهن پٽن: سيد صادق علي شاهه، سيد فتح علي شاهه المعروف حاجن شاهه، سيد مظفر علي شاهه ۽ سيد ارشاد علي شاهه جو اولاد ٿيو جن مان سيد حاجن شاهه ٽائون ڪميٽي سيوهڻ جو چيئرمئن رهيو جڏهن ته سيد مظفر علي شاهه سنڌ حڪومت ۾ سيڪريٽريءَ جي عهدي تان رٽائر ٿيو آهي ۽ سيد ارشاد شاهه پڻ اعليٰ حڪومتي عهدي تان رٽائر ٿيو آهي.

سيد محمد وريل شاهه سبزواري 1958ع ۾ وفات ڪئي.

**سيد محمود شاهه بخاري، ڊاڪٽر**: لاڙڪاڻي جي اديب ۽ محقق، ڊاڪٽر سيد محمود شاهه بخاريءَ جو جنم، پهرين جنوري 1921ع ۾، ڳوٺ ميٺا، تعلقي قمبر ضلعي لاڙڪاڻي ۾ ٿيو سندس والد محترم سيد دين محمد شاهه هڪ وڏو بزرگ، عالم دين ۽ مولانا تاج محمود امروٽيءَ جو خليفو هو هن شروعاتي تعليم، پنهنجي والد بزرگوار جي هٿ هيٺ ورتي. اُهوئي سبب آهي، جو شاهه صاحب جي طبيعت تي تصوف ۽ روحانيت جو رنگ نمايان نظر ايندو. پنهنجائپ، حليمائپ ۽ ٻاجهارپ جهڙا گڻ ڪيس ورثي ۾ مليا. آئي جو آدرڀاءَ ڪرڻ، ڏکويل جي مدد ڪرڻ، ننڍي خواه وڏي سان نهايت اديبانه ۽ مخلصانه رويي سان هلڻ، سندس آدرشي اصول رهيا آهن.



ڊاڪٽر صاحب، ڪشنچند بيوس جي شاعريءَ تي ايم. اي سنڌيءَ جي آخري سال ۾ مونوگراف لکيو ۽ حضرت تاج محمود امروٽيءَ جي شخصيت، ديني ۽ علمي خدمتن تي ضخيم تحقيقي مقالو لکي، پي. ايچ. ڊي جي ڊگري حاصل ڪئي.

ڊاڪٽر سيد محمود شاهه بخاري، درس تدريس جهڙي مقدس پيشي سان لاڳاپيل رهيو. مختلف اسڪولن ۽ ڪاليجن ۾ خدمتون سرانجام ڏيڻ کانپوءِ 1981ع ۾، اسسٽنٽ پروفيسر جي عهدي تان، گورنمينٽ ڊگري ڪاليج لاڙڪاڻي مان رٽائر ڪيائين.

شاهه صاحب کي سنڌي ادب سان اوائل کان وٺي لڳاءُ رهيو آهي. سندس مضمون، خاص ڪري 'زبان'، 'اڇلهه ۽ سيان'، 'لاڙڪاڻي جو هجرت تحريڪ ۾ حصو'، 'ڪشنچند بيوس جي شخصيت ۽ شاعري' وغيره سنڌي ادب ۾ وڏي حيثيت رکن ٿا.

سندس ڇپيل ڪتابن جو تفصيل هن ريت آهي: (1) وطن جي آزاديءَ جو امام: مولانا تاج محمود امروٽي، (2) عرفان امروٽي عرف ڪليات حسن، ۽ (3) ڪليات بيوس (1991ع).

**سيد مدد علي شاهه، ڊاڪٽر**: نامور اسڪالر سيد مدد علي ولد سيد ميران محمد شاهه، آگسٽ 1968ع تي هالاڻي، ضلعي نوشهري فيروز ۾ پيدا ٿيو پرائمري ۽ مئٽرڪ هالاڻيءَ مان، جڏهن ته انٽرسائنس گورنمينٽ ڊگري ڪاليج ڪنڍياري مان ڪيائين، جنهن کانپوءِ مهراڻ يونيورسٽي ڄامشوري مان ڪمپيوٽر سائنس ۾ انجنيئرنگ فرسٽ ڪلاس فرسٽ پوزيشن ۾ ڪيائين. ان کانپوءِ انگلنڊ ويو جتي پولي ماٿوٽ يونيورسٽيءَ مان ايم. فل ۽



برونل يونيورسٽيءَ مان ’سيٽ لائيٽ ڪميونيڪيشن‘ جي شعبي ۾ پي. ايڇ. ڊي جي ڊگري حاصل ڪيائين.

سيد مدد علي شاهه کي سندس علمي خدمتن جي اعتراف ۾ مختلف تنظيمن پاران ٻه پيرا گولڊ ميڊل ملي چڪا آهن. پاڻ هن وقت انسٽيٽيوٽ آف بزنس ايڊمنسٽريشن سکر ۾ ايسوسيئيٽ پروفيسر طور علمي خدمتون سرانجام ڏئي رهيو آهي.

**سيد مراد علي بکري:** سيد مراد علي ولد سيد جمن شاهه (وفات 1191هه/ 1777ع) روهڙيءَ ۾ پيدا ٿيو. پاڻ مير علي مراد خان ٽالپر جو همعصر ۽ علمي مصاحب هو. عربيءَ ۽ فارسي زبان جو وڏو عالم ۽ ماهر هو. هن حضرت علي عليہ السّلام جي خطبن ’نهج البلاغہ‘ جو فارسيءَ ۾ ترجمو ڪيو. ترجمي جي ابتدا ۾ هن لکيو آهي ته مون کي ڪتابن جي مطالعي سان اهل بيت سان محبت پيدا ٿي وئي ۽ هي ترجمو ان شوق کي پورو ڪرڻ لاءِ ڪري رهيو آهي. هن ترجمي سان گڏ شرح ۽ سمجهاڻي لاءِ حاشيو به لکيو آهي، جنهن ۾ لغت جا ڏکيا لفظ ۽ انهن جي معنيٰ به موجود آهي. سيد مراد علي بکري جون ٻيون به ڪيترئون ئي علمي ادبي خدمتون آهن. پاڻ وڏو زميندار هو. هن 1220هه/1805ع ۾ وفات ڪئي.

**سيد مراد علي شاهه:** مشهور سياستدان ۽ اڳوڻو صوبائي وزير سيد مراد علي شاهه، 8 نومبر 1962ع تي ڪراچيءَ ۾، سنڌ جي اڳوڻي وڏي وزير، سيد عبدالله شاهه جي گهر ۾ پيدا ٿيو. سيد مراد علي شاهه، اسٽينفورڊ يونيورسٽي، ڪيليفورنيا مان 1993ع ۾ اڪانامڪ سسٽم ۾ ايم. ايس. سي ڪئي. هن انجنيئر جي حيثيت سان عملي زندگيءَ جي شروعات ڪئي. سيد مراد علي شاهه 1986ع ۾



حيدرآباد ڊيولپمينٽ اٿارٽيءَ ۾ اسسٽنٽ انجنيئر رهيو. ان بعد يعني 1986ع کان وٺي 1989ع تائين وفاقي حڪومت جي بجلي کاتي جو جونيئر انجنيئر رهيو. 1990ع ۾ پورٽ قاسم اٿارٽيءَ ۾ ايگزيڪيوٽو انجنيئر رهيو.

سيد مراد علي شاهه جي سياسي تربيت سندس والد سيد عبدالله شاهه ڪئي. 2002ع وارين چونڊن ۾ سنڌ اسيمبليءَ جو ميمبر چونڊيو ۽ 2008ع وارين چونڊن ۾ ٻيو ڀيرو ايم. پي. اي چونڊجڻ بعد ناڻي، روينيو ۽ آبپاشي کاتن جو وزير رهيو.

2013ع جي چونڊن ۾ ڪاميابيءَ بعد ٻٽي شهريت جي بنياد تي سندس ميمبرشپ سپريم ڪورٽ ختم ڪئي، پر سندس لياقت کي ڏسي ڪيس سنڌ حڪومت ۾ وڏي وزير جو ناڻي کاتي بابت صلاحڪار مقرر ڪيو ويو آهي.

**سيد مصري شاهه امام رضوي:** سيد مصري شاهه سنڌي ڪافيءَ جو سرموڙ شاعر ٿي گذريو آهي. هو پنهنجي دور جو ڪافيءَ جو نمائنده شاعر ۽ امام سڏيو ويو آهي. سندس ڪلام ۾، ڪافيءَ جون اهي سموريون خوبيون ۽ سمورا لوازمات موجود آهن، جيڪي ان دور جون خاصيتون شمار ٿينديون هيون. سندس ڪلام جي بي ساختگي، صوفيانہ نُڪتہ سنجي، موزونيت، سنڌي، هندي، فارسي ۽ عربي لفظن جو سهڻو امتزاج، تخيل جي بلندي ۽ ڪلام جي سادگي، سلاست، فصاحت ۽ بلاغت ڪمال جي آهي.

هن صوفي سالڪ ۽ عوامي شاعر، سنڌ جي قديم ۽ تاريخي شهر نصرپور جي مرد خيز سرزمين ۾، رضوي ساداتن جي برگزيده گهراڻي ۾، سيد بُلند شاهه جي گهر ۾، 1245هه مطابق 1828ع ۾، انگريزن جي سنڌ تي قبضي کان 15 سال اڳ جنم ورتو ۽ انگريز دور جو صف اول جو شاعر ثابت ٿيو. رضوي خاندان جي عظيم المرتبت شخصيت، مصري شاهه جي والد جي نسب جو سلسلو ستين پيڙهيءَ ۾ سيد هاشم سان ملي ٿو. جيڪو تحفة الڪرام جي لکڻي موجب نصرپور ۾ اچي آباد ٿيو ۽ هتي جي رضوي ساداتن جو ڏاڏو بزرگوار هو. وڏو مشائخ ۽ ولي اڪمل ٿي گذريو آهي.

سيد مصري شاهه کي ’سنڌي ڪافيءَ جو امام‘ ۽ ’سنڌي ڪافيءَ جو بادشاهه‘ به سڏيو وڃي ٿو. هن صوفي شاعر کي، ننڍي هوندي ئي يتيميءَ جو داغ نصيب ٿيو. هو اڃا ننڍو ئي هو ته سندس والد گذري ويو. ان ڪري سندس تعليم ۽ تربيت، وڏي ڀاءُ فتح شاهه جي نظر هيٺ ٿي. مصري شاهه ننڍي هوندي کان هڪ ذهين ۽ هوشيار شاگرد هو، پر سمورن الله وارن بزرگن وانگر هن کي دنيوي تعليم ڪشش نہ ڪئي. پوءِ بہ ابتدائي تعيلم طور پاڙي جي هڪ لائق ۽ حليم استاد، گل محمد ’گل‘ جي مڪتب ۾، سنڌي، فارسي ۽ عربيءَ جا ابتدائي درس ورتائين. پوءِ ’ڪتاب فطرت‘ ئي هن جي مطالعي هيٺ رهيو. ڪيس ديوان حافظ، مثنوي مولانا روم ۽ ڪليات سعدي شيرازيءَ تي ڪافي عبور حاصل هو. عربي لغت ’قاموس‘ تي بہ ڪيس عبور حاصل هو. ديوان حافظ، مثنوي مولانا روم ۽ شاهه جو رسالو، سڄي زندگي، سندس سفر ۽ حضر جا ساٿي رهيا.

مصري شاهه امام، قد جو پورو پنو، موڪري ڇاتي، گول منهن، ڪتابي چهري، وڏين مخموريل اکين، ڇاڙن پرن ۽ ڪڻڪائين رنگ جو خوبصورت انسان هو. مُٺ برابر ڏاڙهي ۽ مٿي جا وار ٻَهُونٺا رکندو هو. ڪلهي تي اڪثر ڪاري ڪفني اوڍيندو هو. اڪثر مٿي اگهاڙو رهندو هو. شاهه لطيف جي هن بيت جو هوبهو نمونو هوندو هو:

ڪُلهي ڦاٽو ڪنجرو، مٿو اگهاڙو،
منهنجو ڪڄاڙو، پينر هن پنيور ۾.

مصري شاهه امام جو جهڙو نالو مصري هو، تهڙو ئي سندس مزاج مصريءَ جهڙو مٺو ۽ ٿڌو هوندو هو. سڄي عمر ڪنهن سان ٻاڙو نہ

ٻوليائين. استادن سان ادب ۽ احترام سان ملندو هو نوڙت ۽ نياز جو مجسمو هو ۽ پاڻ کي ڪڏهن به مصري شاهہ نہ ڪوٺيائين. بلڪ 'مصري' سڏائيندو هو پاڻ کي 'ٻانهيءَ جو ٻار' سڏيندو هو سندس بيلڪ نُڪ (تڏي) تي ٽيندي هئي. سادو ڪائيندو ۽ سادو هنڊائيندو هو ٻاجهر جي ماني، ڏڌ، ساڳ ۽ کير سندس پسنديده غذا هئي. ڪاري نير ۾ ٻڌل ڪپڙي جي الفي سندس عام پوشاڪ هئي. اوائلي عمر ۾ ٻني ٻارو بہ ڪيائين.

مصري شاهہ 25-26 سالن جي عمر ۾ سفر تي نڪري ويو. گهر ڀاتين کي بہ اطلاع نہ ڏنائين. 15- 16 سالن تائين ٽرپارڪر، اجمير، جهوناڳڙهہ، جوڌپور، جئپور، ڪڇ، ابو ٻهاڙ، هنگلاج ۽ گرنار جا پٽ،



مصري شاهہ امام جي چوڪنڊي

سنياسين، جوڳين ۽ آديسين سان گذاري، 40 سالن جي عمر ۾ وطن وريو. ان وقت سندس شڪل صورت ۾ ايتري تہ تبديلي اچي وئي، جو ڀيرڻ نظر ۾ سندس وڏو ڀاءُ فتح شاهہ بہ ڪيس سڃاڻي نہ سگهيو. دنيا چڱيءَ طرح ڏسي وائسي اچڻ ڪانپوءِ، شاهہ صاحب پنهنجي اوتاري جي ڪنڊ ۾، راڳ ويراڳ ۽ شاعريءَ ۾ مشغول رهيو.

سندس معمول هوندو هو تہ وڏي اسر جو اُٿي، شاهہ محمود جي درگاهہ جي حاضري ڀري، اوطاق تي چونڪي ڏيندو هو. جتي اڪثر قادر ڏنو شاهہ، پرتو جيئندو يعقوب حجام، ڪامل، حاجي ۽ چتو شيدي ۽ ٻيا ڪيترا ڳائڻا ايندا هئا ۽ مصري شاهہ سان سُنگ ۾ گڏجي ڳائيندا هئا. مصري شاهہ، ڳائڻن کي چڱيءَ ريت ڪلام ياد ڪرائي، سُر سيکاري، پوءِ آلاپ جي اجازت ڏيندو هو عام ساز، دلو ۽ يڪتارو هوندا هئا. مصري شاهہ جو ڀاڻيجو قادر ڏنو شاهہ سُر ڳائڪيءَ جي فن جو وڏو ماهر هو ۽ ساڻس ستار ڪٽي ويهندو هو فجر جي نماز ڪانپوءِ اوتاري ۾ ڪچهري ٿيندي هئي، جنهن ۾ ڪتان ڪتان جا ڳائڻا اچي پهچندا هئا. شاهہ صاحب راڳداريءَ جو وڏو ڄاڻو هو.

مصري شاهہ ڪچهريءَ ۾ جلالي عالم ۾ ڪلام چوندو هو. جيڪو بروقت سندس ڀاڻيجو قادر ڏنو شاهہ ۽ ماستر قاضي عبدالرحيم قلمبند ڪندا ويندا هئا. قاضي عبدالرحيم، شعر گوئيءَ ۾ مصري شاهہ جو شاگرد هو قادر ڏني شاهہ ۽ قاضي صاحب جي غير حاضريءَ ۾ درگاهہ جا فقير مصري شاهہ جو ڪلام ياد ڪري ڇڏيندا هئا. جيڪو بعد ۾ ٻئي صاحب لکي ڇڏيندا هئا. ٽنڊي الهيار ۾ ڪلام چوڻ مهل حاجي جمعي پاٺوليءَ جو پٽ حافظ محمد لکندو ويندو هو جيڪو بعد ۾ قادر ڏنو شاهہ بياض ۾ لکي ڇڏيندو هو مصري شاهہ خوش نصيب شاعر هو جنهن کي حاضريءَ جا ڪاتب ملي ويا ۽ ائين سندس سمورو ڪلام محفوظ ٿي ويو. هڪ روايت آهي تہ مصري شاهہ پنهنجي ڪلام جو هڪ نسخو اوتاري واريءَ کوهيءَ ۾ اڇلائي ڇڏيو هو. پر اها روايت، اڪثر قديم شاعرن بابت مشهور روايتن جو هڪ سلسلو آهي.

شام جو محفل سماع ٿيندي هئي، جنهن ۾ مختلف فنڪار شاهہ عنات رضوي، شاهہ نورالله، لطيف سائين، سچل سرمست ۽ مصري شاهہ جا ڪلام ڳائيندا هئا.

مصري شاهہ سڄي ڄمار 'مجرد' ٿي رهيو ۽ شادي نہ ڪيائين. سندس زمين جو مختيار، خليفو لونگ گجر، زمين جي پيدائش ڪٽي ايندو هو، پر هن ساڻس زندگيءَ ۾ حساب ڪتاب نہ ڪيو. جيڪي ڪيس ملندو هو وٺي رکندو هو.

مصري شاهہ 'سخي' مرد بہ واهہ جو هو. جهوڪ جي درگاهہ تي بہ ويندو هو ۽ اڪثر استغراق ۾ رهندو هو. هڪ پيري رڪيل شاهہ ٻاڳناڙيءَ وارو ۽ ٻيا سندس مٿان وڃي بيٺا، پر هو مستيءَ ۾ غرق هو. رڪيل شاهہ هڪ ڪلام چيو. جنهن تي ڪنڌ مٿي ڪنيائين تہ سندس اکين مان نار وهي رهيا هئا. ٽنڊي الهيار جي پير محمد زمان شاهہ جي درگاهہ تي هر سومر رات حاضري ڀرڻ ويندو هو عمر جي آخري حصي ۾ سيد زمان شاهہ جي درگاهہ تي هڪ ٻہ پيرو ويندو هو. 1900ع ۾ سنڌ ۾ وڏي وبا پيئي، جنهن جو نصرپور شهر تي بہ اثر پيو. پر مصري شاهہ، خاندان سميت شهر نہ ڇڏيو.

مصري شاهہ 4 ۽ 5 صفر 1335ھ مطابق 1906ع جي وچ واري رات، اڌ رات اوچتو بيمار ٿيا. انهيءَ مهل، زندگيءَ جي آخري ڪافي چيائين:

اُڏر ڏاگها جيئن ڏينهن نہ اُپري،
پنڌ پرانهون، منزل ڏور!

۽ پوءِ دم ڌڻيءَ جي حوالي ڪيائين. سندس جسم خاڪي، شاهہ محمود جي درگاهہ جي اتر طرف مٽيءَ ماءُ حوالي ٿيو سندس آخري آرام گاهہ تي جوڌپور جي مريدن ڳاڙهو پٿر آڻي مزار مٿان چٽي اڏائي هئي. هر سال مصري شاهہ جو ميلو 5 صفر تي نصرپور ۾ وڏي احترام سان ملهايو ويندو آهي.

مصري شاهہ جو ذڪر 'مائي ليلان' جي احوال ڪان سواءِ مڪمل نہ ٿو ٿي سگهي. مائي صاحبہ سڄي زندگي، مصري شاهہ سان سفر ۽ حضر ۾ گڏ رهي. هوءَ هڪ ماهر رقاصہ هئي، حيدرآباد جي ماڙيچن مان هئي. سندس مائٽ ڪيس ننڍي هوندي مصري سائينءَ جي خدمت ۾ ڇڏي ويا هئا.

هوءَ شڪل صورت جي سهڻي ۽ ڳائڻ جي نهايت ملوڪ هئي. مصري شاهه جي حاضريءَ ۾ ڳائيندي هئي ۽ اڪ هميشه مرشد ۾ ڪتل هوندي هئس. فضيلت پري، باادب ۽ ڪم گو عورت هئي. ڪلام فقط مصري شاهه جو ڳائيندي هئي. مصري شاهه کيس 'مائي' سڏيندو هو وچ ۾ ڪجهه وقت لاءِ مائٽن وٽ وئي، پر ڪنهن بيماريءَ ۾ سندس سَنڌ سُڪي ويا ۽ وري ڪٺائي کيس مصري شاهه جي اوتاري تي ڇڏي ويا. جتي هوءَ چاڪ چوبند ٿي وئي. ٻُولي نالي هڪ پٽ هئس، جنهن مرشد بابت هيٺيون شعر چيو:

سائين سدائين هجين نصرپور ۾ نر،
ڏسي تو ڏاتار کي، ڪامي مرن ڪر...

مائي ليلان مصري شاهه جي انتقال وقت به موجود هئي، ۽ پوءِ به هڪ سال تائين اوتاري تي مجاور ٿي ويٺي رهي. آخرُاتي ئي وفات ڪيائين ۽ مرشد جي پيرانديءَ کان دفن ٿي.

مصري شاهه امام جي ڪلام ۾ خودي ڪائڻ ۽ عجز نياز جو پيغام آهي. ٻين صوفي شاعرن وانگر مصري شاهه به اهو سنيهو ڏنو آهي، جيڪو اڳ ۾ شاهه عنات رضوي، شاهه لطيف، سچل سرمست ۽ ٻين ڏنو مصري شاهه جي ڪلام جو مرڪزي نقطو ساڳيو آهي.

مصري شاهه جو ڪلام، بي خبر انسان لاءِ سجاڳيءَ جو سڏ آهي.

جاڳ ڏي جيءَ کي جفا، گينوار غفلت کي ڇڏي،
رات ويئي اپڻ اکيون تو کي نياڳا ننڊ نہ ڏي.
ڇڏ هٺڻ هستي اٿئي، پُتل پت جو پروس،
نانهن آهين، نانهن ٿي ويهه، نانهن ۾ نجهرو اڏي!

مصري شاهه جي ڪلام ۾ سموريون شاعراڻيون خوبيون موجود آهن. سندس بيت، ڏوهيڙا، وايون ۽ ڪافيون، چند ۽ گائن وديا جي متن تي ٺهيل آهن. سندس ڪافيون ۽ غزل علم عروض جي قاعدن تي به چيل آهن، پر غزلن ۾ به ۾ ڪافي رنگ موجود آهي. سندس ڪلام ۾ لاثاني تشبيهون، استعارا، ڪنايا، تجنيس حرفي ۽ ٻيون شعري صنعتون موجود آهن.

مصري شاهه جو ڪلام پڙهڻ سان معلوم ٿئي ٿو ته کيس تاريخ جي به وڏي ڄاڻ هئي. سندس ڪلام راڳن ۽ راڻين تي ٻَڌل آهي. سندس هندي ڪافيون ته ڪمال جون آهن.

سندس ڪلام جا ڪجهه مثال نموني طور هيٺ ڏجن ٿا:

اکيون ازخود اچي اڙيون، ڪري سامان سڪ وارا،
جادوگر يار جاڳايون، سڏي سيني سجڻ لايون،
مصري محبت مارايون، پين قابو ڪمند ڪڙيون.
چلڻ جا سپ چُڪن چارا.
(ڪافي)

ذات نسورو نور، آيو سانگ ڍڪي صورت جو!
مصري مور ملڪ جي ماهي، وڻ ٽڻ ۾ ڏس وحدت وٽي،
هرجا هوت حضور، حملو هُل عجب حيرت جو!
(ڪافي)

مُرلي سي مجهه موهه ڪي، جوڳي جان ليگيو ري،
ڪس ديس سي آيو!
ڪانون ۾ ڪنڊل پاءِ ڪي، ڪيسر ڪا تلڪ لڳاءِ ڪي،
ڪائي الني بين بجاءِ ڪي، سارا شان ليگيو ري!
بن سامي آيا ستمگر، من ڪون ڪر گيا منتظر،
خَمدار خنجر مار ڪر، تن ڏيان ليگيو ري!

عشق سارو اسلام، مذهب محبت عين مبارڪ!

ماڙيون پايان ماتام، موليٰ، ماروئڙن لئہ دل ماندي!
لا ورهه ورهامي راتڙي!

پريتم مت پرديس پڌارو، رُت سانون کي سانوريا!

ڪنيائون ڪِلي نيڻ گهرا گُلابي،
پري ٻاجهه نرگس، عجب نيم خوابي!
ذري سونهن يوسف کي بازار نيو،
بنا ملهه مقيّد مزيدار ٿيو
مصر ۾ نہ منظور ٿي ماهتابي،
برهه تيغ پڙڪي، جو جلوو ڪيو
هٽيا عرش حامل فلڪ فرش ٿيو!
نہ آيو اتي ڪو عرب جو اعرابي،
ڪيو معراج مردن، مگر مچ مچائي،
اهو راز رندي، منجهان منجهه نہ مائي،
اٿئي محل مصري، سگهو ڪر شتابي.

**سيد مظفر علي شاهه 'مظفر'**: سيد مظفر علي شاهه 'مظفر' عرف زوار جمن شاهه پهرين آڪٽوبر 1916ع تي ضلعي شڪارپور جي مدئجي شهر جي ڪاظمي ساداتن جي گهر ۾ ڄائو. سندس والد سيد فضل علي شاهه ڪافيءَ جو شاعر ۽ صوفي طريقت جو پوئلڳ هو ۽ سندس خاندان جا ٻيا بزرگ پڻ شاعر ٿي گذريا آهن. اوائلي عمر ۾ ئي سندس تربيت علمي ماحول ۾ ٿي، سنڌي فائنل ڪانپوءِ ٿي درجا انگريزيءَ جا پاس ڪري 1938ع ۾ تعليم کاتي ۾ استاد مقرر ٿيو. جنهن کانپوءِ گورنمينٽ ڪاليج حيدرآباد مان گريجوئيشن ڪيائين. لکڻ جي شروعات ويهن سالن جي عمر کان ئي شڪارپور جي استاد واڌو مل جي همت افزائيءَ سان ڪيائين ۽ سندس پهريون غزل 1939ع ۾ هفتيوار آزاد ڪراچيءَ ۾ شايع ٿيو. جنهن کانپوءِ باقاعدي لکڻ شروع ڪيائين ۽ 'الوحيد'، 'ماهوار فردوس'، 'رهنما'، 'اديون'، 'اخبار تعليم'، 'نواءِ سنڌ' ۽ ٻين اخبارن توڙي رسالن ۾ سندس نثر توڙي شاعري شايع ٿيندي رهي،



1947ع ۾ ننڍي کنڊ جي ورهاڱي سبب پڙهيا لکيا هندو اديب وڏي تعداد ۾ سنڌ مان لڏي ويا، جنهنڪري مدئجيءَ ۾ ادبي خال پيدا ٿيو. ان کي پرڻ لاءِ سيد مظفر شاهه 'مظفر' 1950ع ۾ مدئجي شهر ۾، 'محمدي لائبريءَ' جو بنياد وڌو ۽ شاگردن جي تعليم سان گڏوگڏ ادبي تربيت به ڪرڻ لڳو. 1954ع ۾ مدئجيءَ ۾ سنڌي ادبي سنگت جو بنياد رکيائين، جنهن جو پاڻ صدر ٿيو ۽ سيڪريٽري وربل داس کي چونڊيو ويو. 1962ع ۾ 'مظفر نيوز سروس' ۽ 'مظفر پبليڪيشن' قائم ڪيائين. جنهن پاران پنهنجي شاعريءَ تي مشتمل ٻه ڪتاب: (1) 'قلبي قوت' ۽ (2) 'شان سرور' شايع ڪرايائين. ان ڪانسواءِ ايران، عراق ۽ شام جو سفرنامو لکيائين. جيڪو نواءِ سنڌ اخبار ۾ قسطوار شايع ٿيندو رهيو. ان ڪانسواءِ 'محسن انسانيت'، 'سياست علويه' ۽ 'اقوام عالم ۾ عورت جي حيثيت' عنوان سان سلسليوار مضمون لکيائين. شاهه صاحب، جي. ايم. سيد سان گڏ 'بزم صوفياءِ سنڌ' ۾ پڻ سرگرم رهيو ۽ سندس ساڻس ويجهڙائي رهي، پر سياست سان دلچسپي نه هئڻ ڪري بعد ۾ بزم کان الڳ ٿي ويو. زندگيءَ جي آخري عمر تائين مختلف سرگرمين ۾ حصو وٺندو رهيو.

82 سالن جي ڄمار ۾، 22 مئي 1997ع تي، مدئجيءَ ۾ وفات ڪيائين. سندس جسد خاڪيءَ کي اباڻي قبرستان، شهيد علي حيدر شاهه مدئجي ۾ دفنايو ويو.

**سيد معشوق علي شاهه دهلوي:** سيد معشوق علي شاهه دهلوي عرف نماڻو شاهه، شاهه عنايت شهيد جهوڪ واري جو مريد ۽



معشوق علي شاھ جو مقبرو

خليفو هو. مرشد جي حڪم سان عمرڪوٽ لڳ ڪاروڙي جي پٽ ۾ اچي رهيو. شاهه عنايت کي دهلي حڪومت جي مغل گورنر شهيد ڪرايو هو. تنهنڪري هي دهلي حڪومت جو باغي هو. روحل فقير ڪنڊڙيءَ وارو سندس طالب هو. لکن سانجهياڻي، واٽيا، رند ۽ ٻيون ذاتيون سندس معتقدي ۽ مريديءَ جي سلسلي ۾ شامل هيون. جوڌپور رياست جي ڪارندن، دهلي حڪومت جي جاسوسي ڪندي، نماڻي شاهه سان گڏ سندس ساٿين ۽ شاهه عنايت شهيد جي طالبن هرهڪ ڪمال شاهه (هن جي درگاهه عمرڪوٽ ۾ آهي)، صديق شاهه (هن جي درگاهه نماڻي شاهه لڳ ڪاروڙي پٽ ۾ آهي) ۽ اسماعيل شاهه کي شهيد ڪيو. ڪارندن جي ڪلهن تي ڪڪڙ جو ٻيج لڳل هو. تنهنڪري 'ڪوڪڙيا' مشهور ٿيا. سائين معشوق علي شاهه فارسيءَ جو سلو شاعر هو.

سندن مقبرو سانجهياڻي واٽين ٺهرايو. جن روپوشيءَ دوران سندس وڏي خدمت ڪئي ۽ بزرگ کين دعا ڪندي چيو هو ته "سانجهاڻين جي سانجهي ڪا نه ايندي". اڄ به سانجهياڻي واٽيا، تمام گهڻا سکيا ستابا آهن.

شاهه صاحب جي مقبري لڳ ڪراماتي کوهه مشهور آهي، جتي جتي ڪتي جا ڪاڌل وهنجندا آهن ۽ سندن ويساهه آهي ته هو ٺيڪ ٿي ويندا. رند ذات جا فقير درگاهه جا مجاور آهن.

**سيد مقبول حسين موسوي:** سيد مقبول حسين ولد سيد عبدالله شاهه موسوي، 19 مئي 1933ع تي سکر ۾ ڄائو. بي. اي (آنرس) بي. ٽي ۽ ايم. اي (پوليٽيڪل سائنس) پاس ڪرڻ ڪانپوءِ، تعليم کاتي ۾ ملازمت اختيار ڪيائين. 1951ع کان 1955ع تائين گورنمينٽ هاءِ اسڪول سکر ۾ استاد ٿي رهيو. 1955ع کان 1957ع تائين پير جي ڳوٺ، لاڙڪاڻي ۽ شڪارپور جي هاءِ اسڪولن ۾ ملازمت ڪيائين. ان ڪانپوءِ 1957ع کان 1964ع تائين گورنمينٽ هاءِ اسڪول سکر ۾ استاد ٿي رهيو. جتان 15 آڪٽوبر 1964ع تي گورنمنٽ ڊگري ڪاليج سکر ۾ پوليٽيڪل سائنس جو ليڪچرار مقرر ٿيو. 1968ع ۾ سنڌ سرڪار جي سروسز اينڊ جنرل ايڊمنسٽريشن ڊپارٽمينٽ ۾ سيڪشن آفيسر ۽ 1978ع ۾ تعليم کاتي جو ڊپٽي سيڪريٽري ٿيو. اهڙيءَ طرح 1982ع ۾ حڪومت سنڌ جي ناڻي کاتي ۾ پهريائين ڊپٽي سيڪريٽري، پوءِ 1986ع ۾ ايڊيشنل سيڪريٽري ۽ 1991ع ۾ سيڪريٽريءَ جي عهدن تي فائز رهيو. 1992ع ۾ سنڌ سرڪار جي سروسز اينڊ جنرل ايڊمنسٽريشن ڊپارٽمينٽ جي Implementation Unit جو ڊائريڪٽر جنرل مقرر ٿيو ۽ انهيءَ عهدي تان رٽائرمينٽ حاصل ڪيائين.

مقبول حسين شاهه هڪ محنتي جفاڪش ۽ نهايت ئي قابل شخص هو. تنهنڪري حڪومت سندس عهدي ۾ رٽائرڊ ٿيڻ ڪانپوءِ ڇهن مهينن جي واڌ ڪئي.

هن درس تدريس جي مشغلي ۽ ملازمت جي مصروفيتن سان گڏوگڏ ڪيترا درسي نصابي ڪتاب تصنيف ۽ تاليف ڪيا، جن جو وچور هن ريت آهي:

(1) سنڌ جو نظام حڪومت ۽ شهريت، (2) مملڪت پاڪ جو دستور، (3) دنيا جا قدرتي ڀاڱا، (4) جيڪا تُنهنجي مرضي، (5) دنيا جي جاگرافي، (6) مغربي پاڪ صوبي جو نظام حڪومت، (7) تاريخ اسلام، (8) هند و پاڪ، (9) هند و پاڪ ۾ برطانوي حڪومت، (10) جنرل هسٽري.

1. A Hand Book of Rules and Instructions for Civil Servants of Sindh.
2. A Guide for Retiring and Retired Civil Servants of Government of Sindh.
3. A Commentary on 1973 Constitution of Islamic Republic of Pakistan.

سيد مقبول حسين شاھ موسويءَ 22 اپريل 1997ع تي وفات ڪئي ۽ ڏتل شاھ جي مقام ۾ مدفون آهي. ڪيس ٽن پٽن ۽ ٽن ڌيئرن جو اولاد آهي.

**سيد منجر شاھ:** هن بزرگ جو شمار شڪارپور جي ٻارهين صدي هجريءَ جي صوفي درويشن ۾ ٿئي ٿو. سندس اصل نالو سيد منوچهر شاھ آهي، شڪارپور ۾ هن کي منجر شاھ سڏيو وڃي ٿو.



سيد منجر شاھ جي مزار

هي ايران کان آيل صوفي بزرگ هو. سندس مزار شڪارپور جي اتر ۾، جيڪب آباد روڊ تي واقع آهي. هر جمعي جي ڏينهن مزار تي وڏي رونق هوندي آهي ۽ وڏي تعداد ۾ ماڻهو ايندا آهن. سندس مزار اندر هيٺيون ڪتبو لڳل آهي:

در آثار نبي مقبول سيد منجر شاھ سنہ 1147ھ،
رحمت الله ڪاشيگر هالائي.

**سيد موتيل شاھ سبزواري:** سيد موتيل شاھ سيوهڻ جي سبزواري سيدن مان هڪ درويش صفت، خدا ترس، سخي مرد ۽ روزي نماز جو پابند انسان هو. هميشہ نيڪيءَ جي ڪمن جي تلقين ڪندو هو. مهمان نواز بہ هو. سندس آستاني تي سدائين پيرن، فقيرن، مريدن ۽ مهمانن جون محفلون متيون پيون هونديون هيون. ادب سان بہ گهڻو چاھ هوندو هيس. ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ بہ اڪثر وٽس ايندو هو ۽ خط و ڪتابت پڻ ڪندو هو.

سيد موتيل شاھ لعل شهباز قلندر جو پانڌيئڙو هو. روزانو درگاھ جي حاضري ڀريندو هو. هر مهيني جي 21 تاريخ رات جو عام خيرات ڪندو هو جنهن کي عام طرح ايڪهين چوندا هئا. ڏينهن جو بہ خيرات ۾ ڪاڌو ڪارائيندو هو. اها روايت اڄ ڏينهن تائين جاري آهي. سندس فقيري طبيعت مان ڪيترن فيض حاصل ڪيو.

سيد موتيل شاھ کي چار فرزند هئا. جن مان سيد عزت علي شاھ ۽ سيد غلام حيدر شاھ وفات ڪري ويا آهن. سيد احمد علي شاھ حال حيات آهي، جيڪو سندس مسند جو وارث آهي. سيد ڊاڪٽر منور علي شاھ صحت کاتي ۾ آفيسر آهي.

سيد موتيل شاھ جي وفات جي تاريخ معلوم نہ ٿي سگهي آهي.

**سيد موزل شاھ:** سيد موزل شاھ ولد سيد حاجن شاھ سيتا شهر، ضلعي دادوءَ ۾ 1932ع ڌاري ڄائو. هن موسيقيءَ جي تعليم پنهنجي والد کان حاصل ڪئي. هي ڪلام، قصيدا ۽ نوحا پرسوز انداز ۾ ڳائيندو هو. هن سيد حسين شاھ جي لکيل ڊرامن ۾ ڪم بہ ڪيو. ان کانسواءِ ڊرامن ۾ پس پرده گيت ڳائڻ ۽ هارمونيم وڄائڻ ۾ مهارت رکندو هو. هن ڳائڻ وڄائڻ جي فن ۾ ڪيترا شاگرد پڻ تيار ڪيا، جن ۾ نبن پٽي، آچر پٽي، چتل پٽي، سيد نجيب الله شاھ، وسايو مگڻهار وغيره شامل آهن. سيد موزل شاھ 1973ع ۾ وفات ڪئي.

**سيد مهر علي شاھ شهيد جيلاني جو ميلو:** سيد مهر علي شاھ شهيد جيلانيءَ جو ساليانو ميلو 13، 14 ۽ 15 ذوالحج تي ٽنڊي ولي محمد، حيدرآباد ۾ لڳايو ويندو آهي. هن ميلي ۾ ملاڪڙو، ڪوڏي ڪوڏي راند، سرڪس، موت جو کوھ، ٻارن جي لاءِ جهولا، پلن ڏڪڻ، گهوڙن ۽ اُٺن جي ريس جو انعامي مقابلو ۽ محفل موسيقي جو پروگرام منعقد ڪيو ويندو آهي، جنهن ۾ ٽي وي ۽ ريڊيو جا نامور فنڪار پنهنجي فن جو مظاهرو ڪندا آهن. ان کانسواءِ علاوه ملاڪڙي ۾ اتر ۽ لاڙ جا پهرين ۽ ٻئي جوڙ جا ملھ پهلوان حصو وٺندا آهن. هن ميلي ۾ سنڌ جي ڪنڊ ڪڙڇ مان مريد ۽ عقيدتمند اچي حاضري ڀريندا آهن.

**سيد ميران محمد شاھ:** نامور اديب، سياستدان سيد ميران محمد شاھ ولد سيد حاجي زين العابدين شاھ، 19 مارچ 1898ع تي ڳوٺ ٽکڙ، ضلعي حيدرآباد (هاڻي ٽنڊي محمد خان) ۾ جنم ورتو. سيد ميران محمد شاھ متياروي ساداتن مان هو، جن جو وڏو سيد مير علي 1398ع ۾ امير تيمور جو هم رڪاب ٿي هرات مان سنڌ ۾ آيو هو ۽ سندس اولاد پهرين پراڻن هالن ۾ اچي رهيو. شاھ ڪريم بلڙيءَ وارو ۽ شاھ عبداللطيف ڀٽائي رح پڻ انهيءَ ساڳي خاندان مان آهن.



سيد ميران محمد شاهہ جا وڏا ٻارهين صدي هجريءَ ڌاري مٽياريءَ مان لڏي اچي لاڙ ۾ رهيا. جيڪي پنهنجي وقت جا وڏا عالم، فاضل ۽ طبيب ٿي گذريا آهن. سندس ڏاڏي سيد ميران محمد شاهہ (اول) جون تصنيفون 'سڌا تورو، ڪڌا تورو' ۽ 'مفيد الصبيان' نهايت مشهور آهن ۽ اڄ بہ برٽش ميوزيم ۽ ڪن ٻين لائبريرين ۾ محفوظ آهن. سندس والد سيد حاجي زين العابدين شاهہ هڪ درويش صفت شخص ۽ طبيب هو. سيد ميران محمد شاهہ جي ذهني تربيت ۾ پنهنجن بزرگن ۽ ان وقت جي ٽڪر جي ادبي، علمي ۽ شاعراڻي ماحول جو وڏو حصو هو.

سيد ميران محمد شاهہ ابتدائي تعليم ٽڪر جي ملا مڪتب مان حاصل ڪئي. 1921ع ۾ مئٽرڪ، سنڌ مدرسة الاسلام ڪراچيءَ مان ڪيائين. ڊي. جي سنڌ ڪاليج مان بي. اي ۽ گورنمينٽ ڪاليج بمبئيءَ مان ايل. ايل. بي ڪيائين. 1924ع کان حيدرآباد ۾ وڪالت شروع ڪيائين. هن پهرين سنت منگهارام وڪيل جي فرم ۾ وڪالت ڪئي، جتي غير معمولي قابليت ڏيکاري پاڻ مڃرايائين. ان دوران سرڪاري نوڪريءَ لاءِ بہ ڪوشش ڪيائين، پر پوءِ وڪالت جي سلسلي ۾ لڏي اچي حيدرآباد ۾ رهيو. جتي سندس پونيرا اڄا تائين آباد آهن. سندس تعلق غريب، پر پڙهيل لکيل گهراڻي سان هو. پاڻ ننڍڙو هو تہ پنهنجي عزيز حاجي اسدالله شاهہ سان گڏجي خلافت تحريڪ ۾ حصو ورتو هئائين. ان ماحول سبب ننڍي هوندي ئي هن جي سياسي ۽ اخلاقي تربيت ٿيندي آئي. 1924ع ۾ ئي سن ۾ مٽياري سيدن جي ڪانفرنس ۾ حصو ورتائين ۽ پوءِ جلد ئي سنڌ ايجوڪيشنل ڪانفرنس، حيدرآباد جو جوائنٽ سيڪريٽري مقرر ٿيو.

سيد ميران محمد شاهہ، حيدرآباد ميونسپالٽيءَ جو ميمبر چونڊيو ويو. ساڳئي سال ڪيس ڊسٽرڪٽ اسڪول بورڊ حيدرآباد جو چيئرمئن چونڊيو ويو. 1928ع ۾ بمبئي ليجسليٽو ڪائونسل جو حيدرآباد ڊسٽرڪٽ مان ميمبر چونڊيو. ساڳيءَ طرح 1929ع ۾ حيدرآباد ڊسٽرڪٽ لوڪلبورڊ جو پريزيڊنٽ مقرر ٿيو.

1928ع ۾ بمبئي ڪائونسل جي چونڊ وڙهيو ۽ شيخ عبدالمجيد سنڌي ۽ مرزا سڪندر بيگ کي هارائي ڪائونسل جو ميمبر ٿيو. سندس شمار ان وقت جي تعليم يافتہ ۽ هوشيار ميمبرن ۾ ٿيندو هو. سنڌ جي بمبئيءَ سان ڳنڍيل هئڻ واري زماني ۾ بمبئي سرڪار پاران سائمن ڪميشن جڙي، ان جي مددگار ڪميٽيءَ لاءِ ڪيس ميمبر مقرر ڪيو ويو ان ڪميٽيءَ جي مکيہ ذميوارين ۾ سنڌ کي بمبئيءَ کان ڌار ڪرڻ لاءِ تجويزون ۽ رايا گڏ ڪرڻ هو جڏهن سرڪاري رپورٽ تي سر شاهنواز ڀٽي ميمبر جي حيثيت ۾ سنڌ کي بمبئيءَ سان ڳنڍي رکڻ لاءِ سفارش ڪئي تہ سيد ميران محمد شاهہ اختلافي نوٽ لکي، سنڌ کي بمبئيءَ کان آزادي ڏيارڻ تي زور ڏنو ۽ ڪوششون ورتيون. پاڻ سنڌ آزاد ڪانفرنس جي ڪاروباري ڪميٽيءَ جو سيڪريٽري بہ ٿي رهيو ۽ اها ڪانفرنس حيدرآباد ۾ سڏائي، سنڌين کي پنهنجي حقن لاءِ سجاڳ ۽ متحد ڪرڻ جي ڪوشش ڪيائين. 1929ع ۾ ڊسٽرڪٽ ڪائونسل جي پريزيڊنٽ جي حيثيت سان پٽ شاهہ تي پهرين ثقافتي ڪانفرنس سڏرايائين.

1936ع تائين بمبئي ڪائونسل جو ميمبر رهندو آيو ۽ نيٺ سيد ميران محمد شاهہ، جي. ايم. سيد ۽ سندس رفيقن جي جدوجهد رنگ لاتو ۽ سنڌ کي اصلوڪي جداگانہ حيثيت ۾ بحال ڪري، بمبئيءَ کان آزادي ڏني وئي. ان کانپوءِ شاهہ صاحب هڪ سال لاءِ سنڌ ڪائونسل جو ميمبر رهيو. 1937ع ۾ آزاد سنڌ اسيمبليءَ جي پهرين چونڊ ۾ ميمبر چونڊيو ويو.

شروع ۾ سر غلام حسين هدايت الله جي وزارت ۾ پارليامينٽري سيڪريٽري هو ۽ پوءِ ديوان پوڄراج سنگهہ جي انتقال ڪري وڃڻ تي 1938ع ۾ سنڌ اسيمبليءَ جو اسپيڪر چونڊيو ۽ ڏهہ سال انهيءَ عهدي تي فائز رهيو. ڏهن سالن جي اسپيڪريءَ واري دور ۾ هن پنهنجي سياسي صلاحيتن جو ڀرپور اظهار ڪيو. اسپيڪريءَ واري دور ۾ اسيمبليءَ ۾ سيد ميران محمد شاهہ جي ڏنل Rulings جو حوالو ڏئي، سڄي هندستان جون اسيمبليون انهن تي عمل ڪنديون هيون. اهي رولنگس هن وقت بہ سنڌ جي پارليامينٽري تاريخ جو بنياد آهن. 1939ع کان 1945ع تائين ٻي عالمي جنگ دوران وائسراءِ جي آل انڊيا ڊفينس ڪائونسل (Defence Council) جو ميمبر رهيو. 1946ع ۾ سڄي هندستان ۾ آزاديءَ لاءِ چونڊون ٿيون ۽ هيءَ ٻيهر سنڌ اسيمبليءَ جو ميمبر چونڊجي آيو. ان اسيمبليءَ ۾ ڪانگريس کي مسلم ليگ کان هڪ ووٽ وڌيڪ هو. جنهنڪري مسلم ليگ لاءِ ڌار رياست جي قرارداد پاس نہ ٿيڻ جو وڌيڪ امڪان هو. ميران محمد شاهہ اسپيڪريءَ تان استعيفا ڏني، جنهنڪري ڪانگريس ۽ مسلم ليگ جا ووٽ هڪ جيترا ٿيا ۽ ان وقت جي انگريز گورنر مسٽر موڊيءَ اسيمبلي ٽوڙي ۽ سنڌ ۾ ٻيهر چونڊون ٿيون، جنهن ۾ ميران محمد شاهہ بنا مقابلي ٻيهر سنڌ اسيمبليءَ ۾ چونڊجي آيو ۽ مسلم ليگ کي سنڌ ۾ واضح اڪثريت ملي، جنهن کانپوءِ ٻيهر اسپيڪر جي حيثيت سان جي. ايم. سيد سان گڏجي 'پاڪستان قرارداد' سنڌ اسيمبليءَ ۾ پيش ڪيائين. جيڪا اڪثريت سان بحال ٿي. پاڪستان قائم ٿيڻ بعد 1948ع ۾ سنڌ جي وزارت ٺهي تہ گورنر جنرل قائداعظم محمد علي جناح کيس گهرائي اسپيڪريءَ تان استعيفا ڏياري سنڌ جو وزير مقرر ڪيو ۽ کيس ماليات ۽ مهاجرن کي آباد ڪرڻ وارو کاتو ڏنو هن ان دوران حيدرآباد ۾ مهاجرن لاءِ هاڙوڪو لطيف آباد وارو هنڌ 'شاهہ لطيف آباد' واري علائقي جي نالي سان آباد ڪرايو. 1952ع تائين ان کاتي جو وزير رهيو. 1952ع جي آخر ۾ اسپين ۾ هڪ سال لاءِ پاڪستان جو پهريون سفير مقرر ٿيو. 1954ع ۾ ڪراچي امپروومينٽ ٽرسٽ (هاڻوڪي K.D.A) جو پهريون چيئرمئن مقرر ٿيو جنهن عهدي تي 1957ع تائين فائز رهيو. 1957ع ۾

ايگريڪلچر بئنڪ آف پاڪستان جو پهريون صدر مقرر ٿيو.

سياسي خدمتن کانسواءِ ميران محمد شاھ جون ادبي، ثقافتي خدمتون پڻ تاريخ جو روشن باب آهن. پاڪستان ٺهڻ کانپوءِ ممبئي يونيورسٽيءَ جي سنڊيڪيٽ جو ميمبر ۽ فئڪلٽي آف آرٽس جو ڊين رهيو. 1940ع ۾ جڏهن سائين جي. ايم. سيد وزيرتعليم هو ته سنڌ ۾ يونيورسٽي قائم ڪرڻ لاءِ جوڙيل ڪميٽيءَ تي سيد ميران محمد شاھ ميمبر جي حيثيت ۾ سنڌ گورنمينٽ کي هڪ رپورٽ تيار ڪري پيش ڪئي، جنهن جي بنياد تي مختلف مرحلن کانپوءِ 'سنڌ يونيورسٽي' وجود ۾ آئي. ڪيس ان جي سنڊيڪيٽ ۽ اڪيڊمڪ ڪائونسل جو ميمبر مقرر ڪيو ويو ۽ ڪيترائي سال سنڌ يونيورسٽيءَ جي فئڪلٽي آف آرٽس جو ميمبر پڻ رهيو. 1938ع ۾ حيدرآباد ۾ قائم ڪيل 'سنڌي مسلم ادبي سوسائٽيءَ' جو منتظم ۽ صدر رهيو هن سوسائٽيءَ ڪيترا مفيد سنڌي ڪتاب شايع ڪيا، ادبي محفلون ۽ مشاعرا منعقد ڪري سنڌي ادب ۽ شاعريءَ کي زور وٺرايو. 1941ع ۾ سنڌي ادب ۽ ٻوليءَ جي واڌاري لاءِ قائم ڪيل 'سنڌي ساهتيءَ لاءِ صلاحڪار' (هاڻي سنڌي ادبي بورڊ) جو 1951ع تائين ڏھ سال چيئرمين ٿي رهيو. سندس اهم ثقافتي ڪارنامو 'شاھ لطيف يادگار ڪائونسل' آهي، جنهن جو پاڻ چيئرمئن هو. ان ڪائونسل جي اهتمام سان پٽ شاھ تي شاھ ڀٽائيءَ جي ساليانو ورسي ملهائي ويندي هئي. اها روايت اڄا تائين هلندي پئي اچي، هر سال شاھ لطيف جي مزار جي دروازي وٽ ثقافتي ڪانفرنس سڏرائيندو هو. P.W.D جي وزير جي حيثيت سان 1950ع ۾ هالاڪي موٽر وي کان درگاھ تائين رستو ٺهرايائين.

سيد ميران محمد شاھ ڪيترو وقت شاھ لطيف ڪلچرل ڪاميٽيءَ جو چيئرمئن به ٿي رهيو. ننڍي هوندي کان شعر چوندو هو. شاعريءَ ۾ تخلص 'مهجور' ۽ 'مير' استعمال ڪندو هو ڪيترو ئي ڪلام چيائين. سندس هڪ شعري مجموعو 'ڪليات ميران' جي عنوان سان 1960ع ۾ ڇپيو جيڪو هاڻي سنڌ ۾ ته اڻلڀ آهي، پردنيا جي ڪن لائبريرين ۽ يونيورسٽين جي لائبريرين جهڙوڪ: آمريڪا جي لائبرري آف ڪانگريس، هارورڊ ۽ انگلينڊ جي برٽش ميوزم ۽ آڪسفورڊ يونيورسٽيءَ جهڙين لائبريرين ۾ موجود آهي. نامور اديب غلام محمد گرامي 'ڪليات ميران' جي مهاڳ ۾ لکي ٿو ته: "ميران محمد شاھ جو ڪلام فاعلاتاً فاعلات وارن کي نه آئڙي، پر ڪلام جي روح ۽ ان جي رنگينيءَ کي جاڻڻ لاءِ بهترين ۽ پرڪيف ڪلام آهي. ان ۾ سادگي ۽ برجستگي آهي، ان ۾ پختگي ۽ بي ساختگي آهي، سونهن ۽ ورونهن به آهي، ڪيترين ئي ڪافين وجد انگيز ۽ ڪيترائي غزل معياري نظر آيا".

سيد ميران محمد شاھ نه فقط هڪ قادرالڪلام شاعر هو پر هڪ بلند پايي جو نثر نويس به هو ڪيترائي مضمون لکيائين. سندس لکيل خطن کي سائين جي. ايم. سيد، ڪتابي صورت ۾ 'رهاڻ' عنوان سان ڇپايو آهي، جنهن جو مطالعو ڪرڻ سان معلوم ٿيندو ته سندس ٻولي، سليس، برجستي ۽ پختي آهي. سندس ھڪ مضمون 'گنجي ٽڪر جو سير' ۽ 'دل جي طلب' بمبئي ۽ سنڌ يونيورسٽيءَ ٻاران ڪاليجن توڙي هاءِ اسڪول جي درسي ڪتابن ۾ رکيا ويا ۽ اڄا تائين نصاب طور پڙهايا وڃن ٿا. جي. ايم. سيد ڏانهن لکيل سندس خطن جي مجموعي 'رهاڻ' ۾ سندس گهري تجربي، مشاهدي، جمالياتي ذوق ۽ ڪيترن ئي نازڪ جذبن ۽ احساسن جو اظهار پڻ ملي ٿو. مختلف شاعرن جي ڪلام تي مشتمل مجموعو 'گلزار خيال' به تاليف ڪيائين.

تعليم سان به ڪيس گهري دلچسپي هئي. راڳ ۽ موسيقيءَ جو دلدادو هو سائين جي. ايم. سيد ڪيس شاھ لطيف ۽ روميءَ جو شارح ۽ پوئلڳ سڏيو آهي. شخصي دوستي توڙي زندھ دليءَ ۾ سندس همعصر عالم، اديب، سياستدان ڪانئس بيحد متاثر هئا. سائين جي. ايم. سيد سان سندس گهري دوستي ۽ لاڳاپا رهيا. ٻنهي شخصيتن جو سنڌ يونيورسٽي، سنڌي ادبي بورڊ ۽ پٽ شاھ ثقافتي مرڪز جي جوڙجڪ ۽ ترقيءَ ۾ وڏو ڪردار آهي.

سنڌ جي هن سياسي، علمي، ادبي شخصيت 16 نومبر 1963ع حيدرآباد ۾ وفات ڪري ويو. سندس آخري آرامگاھ ٽکڙ ۾ آهي. ڪيس قبول محمد شاھ نالي فرزند ٿيو جنهن هن جي حياتيءَ ۾ ئي وفات ڪئي. ڪيس به نياڻيون ٿيون.

**سيد مير علي سنڌي**: شاھ عبداللطيف ڀٽائيءَ جي ڏاڏن مان ٻارهين نمبر تي سيد ميرعلي شاھ ولد سيد حيدر شاھ هو. سيد مير علي پنهنجي والد حيدر شاھ جي اڳيين پٽن کان هرات مان پنهنجو حصو وٺي، پنهنجي چاچي شرف الدين کي ساڻ ڪري سنڌ موٽي آيو هن هتي اچي هڪ هالا ذات مان ۽ ٻي ترڪن مان به شاديون ڪيون. پهرين زال مان ڪيس هڪ پٽ ڄائو جنهن جو نالو شرف الدين ۽ ٻي زال مان به هڪ پٽ ڄائو جنهن جو نالو احمد شاھ رکيائين. سيد شرف الدين جي اولاد کي 'شرف پوٽا' ۽ سيد احمد شاھ جي اولاد کي 'ميرڻ پوٽا' سڏجي ٿو. متيارين ۾ هنن ٻنهي پاڙن وارا سيد اڄ تائين موجود آهن. شاھ عبدالڪريم بلڙيءَ وارو شرف الدين جي چوٿين پيڙهيءَ مان هو. جيڪو شاھ عبداللطيف ڀٽائيءَ جو ٽڙ ڏاڏو هو.

**سيد مير علي هراتي**: شاھ عبداللطيف ڀٽائيءَ جي ڏاڏن مان چوڏهين نمبر تي سيد ميرعلي ولد سيد محمد شاھ هو. سندس وڏا اصل بغداد، شيراز ۽ ترمذ ۾ رهيا هئا. سيد ميرعلي پهريون بزرگ هو، جنهن اچي هرات کي وسايو. سيد ميرعلي هراتي وڏي اثر رسوخ وارو هو جڏهن امير تيمور 801ھ/ 1398ع ۾ هرات تي چڙهائي ڪئي ته ميرعليءَ سندس استقبال ڪيو امير تيمور سندس مهمانيءَ مان گهڻو خوش ٿيو ۽ روايتن مطابق هن سيد ميرعليءَ جي چئن وڏن پٽن کي مختلف علائقن جي حاڪم طور مقرر ڪيو امير تيمور جي هندستان اچڻ وقت سيد ميرعلي ۽ سندس پنجون پٽ سيد حيدر شاھ هندستان آيا. سيد حيدر شاھ پيءُ کان موڪلائي سير سفر ڪندي اچي سنڌ جي شهر هالا ڪنديءَ ۾ پهتو جنهن جو احوال 'سيد حيدر شاھ' عنوان هيٺ ڏنل آهي.

**سيد نادر علي شاهه 'فراق'**: ناليواري شاعر سيد نادر علي شاهه 'فراق' ولد سيد حاجن حبيب شاهه جو جنم، 1935ع ڌاري ڳوٺ اچڻ فقير، ضلعي نوابشاهه ۾ ٿيو. ديني تعليم مختلف مدرسن ۾ پرائي، عربي فاضل ٿيو ۽ سنڌي تعليم پنج درجا حاصل ڪيائين. ڪيس ننڍپڻ کان ئي ادب سان لڳاءُ هو. 1955ع ڌاري لکڻ شروع ڪيائين. سندس ادبي استادن ۾ حافظ محمد احسن چنا ۽ نواز رڪڻائي قابل ذڪر آهن.



نادر شاهه فراق پهريان ايريگيشن کاتي ۾ داروغو مقرر ٿيو. پوءِ هاءِ وي ڊويزن ۾ ورڪس چارج مستري مقرر ٿيو. جنهن بعد حڪمت طرف مائل ٿيو ۽ حڪمت جو ڌنڌو شروع ڪيائين.

سيد نادر علي شاهه 'فراق' جي شاعري سنڌ جي مڙني ادبي رسالن توڙي اخبارن ۾ شايع ٿيندي رهي ٿي. هيءُ پيرسنيءَ واري حالت ۾ هوندي به سنڌ جي ڪيترن ئي ادبي مشاعرن شرڪت ڪندو رهي ٿو. سيد نادر علي شاهه فراق صحافت ۾ به پاڻ ملهايو آهي.

هيءُ 'هاري ڪاميٽي' ۽ 'جيئي سنڌ تحريڪ' جو سرگرم ڪارڪن پڻ رهيو آهي، جنهن سبب ڪيترا پيرا جيل جون اذيتون پڻ برداشت ڪيون اٿائين. ڪيس هڪ وڏي ذاتي لائبريري پڻ آهي، جنهن ۾ اٽڪل ڏهه هزار سنڌي، اردو توڙي انگريزي ڪتاب موجود آهن. ڪيس ادبي مجتا طور ڪيترا اوارڊ ۽ سرٽيفڪيٽ ملي چڪا آهن. هن وقت شهداپور ۾ رهائش پذير آهي.

**سيد ناز لطيفي**: شاهه عبداللطيف ڀٽائيءَ جي خاندان جي فرد، شاعر، اديب ۽ سياسي اڳواڻ، ناز لطيفيءَ جو اصل نالو سيد علي بخش شاهه ولد سيد بچل شاهه آهي. سندس جنم 1940ع ڌاري ڀٽ شاهه ۾ ٿيو. ڪيس ننڍپڻ کان ئي شاعريءَ سان چاهه هو ۽ 18 سالن جي ڄمار ۾ 1958ع کان ادبي دنيا ۾ پير پاتائين. ناز لطيفي نائين درجي ۾ هو ته 'بزم لطيف ادب' جو صدر بڻيو. هن ڪيترا ادبي پروگرام ڪرايا آهن. هر عيد تي مشاعرو ڪرائيندو آهي. ڪيس ننڍپڻ ۾ مخدوم طالب المولىٰ جي شاعريءَ متاثر ڪيو.



ناز لطيفيءَ جي شاعريءَ جو هڪ ڪتاب 'ٻالڪپڻ جو ٻوڪ' ڇپيل آهي. سندس ڪيترا غزل سنڌ جي مشهور فنڪارن ڳايا آهن. استاد منظور علي خان جي آواز ۾ سندس لازوال غزل 'هڪ تنهنجو واعدو وفا ٿي پوي ها'، مستاني فقيرجي آواز ۾ 'درد منهنجي جي دوا تو کان نه ٿي' ۽ ٻيا غزل سنڌ ۾ وڏي مقبوليت ماڻي چڪا آهن.

ناز لطيفيءَ جو تعلق جيئن ته شاهه لطيف جي خاندان سان آهي، ان ڪري منجهس اهي خوبيون ملن ٿيون. ان ڪانسواءِ ناز لطيفي سياست سان به لاڳاپيل رهيو آهي. پاڪستان پيپلز پارٽيءَ ۾ منڍ کان شامل رهيو ۽ پ پ تعلقي هالا جو صدر ٿيو پر پوءِ 1976ع ۾ اڳواڻن سان اختلافن ڪري هن پاڪستان مسلم ليگ (ف) ۾ شموليت اختيار ڪئي ۽ اڄ تائين ان سان لاڳاپيل آهي.

سيد ناز لطيفيءَ جا ڀٽ شاهه شهر ۽ عوام لاءِ به ڏور سونهري رهيا. هي 1983ع ۾ چار سال ۽ ٻيو ڀيرو 1987ع ۾ ڀٽ شاهه ٽائون ڪميٽيءَ جو چيئرمئن رهيو. ان دوران هن ڪيترا ترقياتي ڪم ڪرايا، جن ۾ نوان روڊ، شاهه جو رسالو چوڪ، تنبورو چوڪ، درگاهه جي چاڙهيءَ تي سنڌ جا نقشا، غريب آباد ڪالوني، مولا آباد ڪالوني ۽ ٻگهيا محلي جا روڊ، شهر ۾ ڊرينيج سسٽم، قومي شاهراهه کان شهر ۾ داخل ٿيندڙ 'درِ مصطفىٰ' ۽ 'درِ مرتضىٰ' نالن سان تلوارن وارا به خوبصورت گيٽ ٺهرايائين ۽ ٽائون ڪميٽيءَ طرفان ڪيترا دڪان ٺهرائي غريب ماڻهن کي روزگار مهيا ڪيائين. ناز لطيفي گهڻ پاسائين شخصيت جو مالڪ آهي.

**سيد نجف علي شاهه 'ڪمتر' نقوي**: نامور عالم، شاعر ۽ لطيف شناس، سيد نجف علي شاهه نقوي، 20 اپريل 1923ع تي ڳوٺ ٽنڊي جهانيان، حيدرآباد ۾ پيدا ٿيو. هن مئٽرڪ تائين تعليم بمبئي يونيورسٽيءَ مان حاصل ڪئي.



نجف علي شاهه 'ڪمتر' نقوي حسب نسب موجب امام تقي عليه السلام جي اولاد مان هو. سندن مورث اعلىٰ، سيد جلال الدين حيدر سُرخ بخاري، اُچ شريف، ضلعي بهاولپور ۾ مدفون آهي. اُن جو پوٽو سيد جلال الدين مخدوم جهانيان مشهور بزرگ اوليائن مان ٿي گذريو آهي، جنهن جو اولاد سنڌ ۾ اچي آباد ٿيو. جنهنڪري هن خاندان وارا 'جهانيان پوٽا' سڏيا وڃن ٿا.

سيد نجف علي شاهه جي تعليم اڃا اڌوري ئي هئي ته سندس والد بزرگوار سيد حسين علي شاهه وفات ڪري ويو. جنهنڪري ڪيس دنياوي ڪاروبار ۾ ياڱي پائيوار ٿيڻو پيو. زمين سنڀالڻي پئي. شاهه صاحب زراعت جو ماهر هو.

سيد نجف علي شاهه 'ڪمتر' جي خاندان ۾ تصوف ۽ فقر نمايان آهي. سندس وڏا، وقت جي حاڪمن سان لاڳاپا هئڻ جي باوجود، هميشه فقيرانه زندگي بسر ڪندا رهيا. نجف علي شاهه جو پورو خاندان، ادبي ۽ علمي حيثيت جي ڪري مشهور آهي. سندس وڏن بزرگن مان ڪيترا صاحبِ تصنيف ۽ شاعر ٿي گذريا آهن. شاهه صاحب کي به اهو ادبي ۽ علمي ورثو خاندان کان مليو. ڪيس سنڌي نثر لکڻ ۾ ڪمال حاصل هو.

سندس پوري زندگي شاهه عبداللطيف ڀٽائيءَ جي ڪلام جي تحقيق ۽ تدوين ۾ صرف ٿي. ان لاءِ هن ڪي ڏاڍا ڏونگر ڏورڻا پيا. نجف علي شاهه ’ڪمتر‘ شاهه لطيف جي ڪلام جو وڏو عاشق هو. بيتن جي معنيٰ جي سمجهاڻين ۽ پڙهڻيءَ تي ڪيس وڏي مهارت حاصل هئي ۽ اُن تي پنهنجي وقت ۾ سَند تصور ڪيو ويندو هو. شاهه صاحب جيئن ته ڪچهرين جو ڪوڏيو ۽ مجلسن جو مور هوندو هو. تنهنڪري اڪثر روزانو سندس اوطاق تي شاهه لطيف جي بيتن تي بحث مباحثا ۽ مناظرا ٿيندا رهندا هئا. سندس انهيءَ محنت جو سرمايو ’ٻاروچي ٻولي‘ نالي ڪتاب ۾ موجود آهي، جنهن جو پهريون جلد، انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي، ڄام شوري، ڊسمبر 1984ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو. جيڪا شاهه جي پهرين ’ڪنڪارڊنس‘ (Concordance) سڏي سگهجي ٿي. ’ٻاروچي ٻولي‘ ڪتاب جا باقي جلد سندس خاندان وٽ موجود آهن، جن جي اشاعت سان شاهه لطيف تي تحقيق جا نوان دروازا کُلي سگهن ٿا. ان ڪانسواءِ نجف علي شاهه ’ڪمتر‘ نقويءَ ’جهانيان خاندان‘ بابت هڪ ڪتاب پڻ لکيو، جيڪو به انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي شايع ڪرائي چڪي آهي. شاهه ڀٽائيءَ جي بيتن جي سمجهاڻين تي اڪثر ڪري ريڊيو پاڪستان حيدرآباد ۽ ٽيليويزن سينٽر ڪراچيءَ تان سندس تقريرون نشر ٿينديون رهنديون هيون. سيد صاحب جا شاهه لطيف جي مختلف سُرن ۽ بيتن تي لکيل مضمون، ڀٽ شاهه ثقافتي مرڪز جي سُر وار ڇپيل ڪتابن ۾ موجود آهن. سندس ننڍو ڀاءُ سيد منظور نقوي پڻ شاهه لطيف جو وڏو ڄاڻو، شارح ۽ موسيقيءَ جو ماهر هو.

سيد نجف شاهه ’ڪمتر‘ جي پوري زندگي، سنڌي قوم ۽ سنڌ وطن جي خدمت ڪندي گذري. پنهنجي مڪان تي غريب شاگردن کي رهائي، کين هر طرح مالي ۽ اخلاقي مدد ڏئي، اعليٰ عهدن تي پهچائڻ، سندس مشغلو ۽ عبادت هئي. شاعريءَ ۾ ’ڪمتر‘ تخلص ڪم آڻيندو هو. سندس اولاد مان سيد عنايت حسين شاهه، سيد اطهر حسين شاهه ۽ سيد ڪاظم حسين شاهه، پنهنجي والد ۽ وڏن جون روايتون برقرار رکيو اچن. سيد نجف علي شاهه ’ڪمتر‘ وڏو عرصو بيمار رهيو پر خودداري ۽ همت نه ڇڏيائين. لکڻ پڙهڻ جو شغف آخر تائين برقرار رکيائين.

15 ذوالحج 1404ھ مطابق 12 سيپٽمبر 1984ع تي اوچتو وفات ڪيائين. شاهه صاحب جي خواهش هئي ته ’ٻاروچي ٻولي‘ مڪمل ڪرڻ بعد ’لطيفي لولي‘ ڪتاب لکي، ان ۾ شاهه جي ڪلام جي ترتيب شاهه لطيف جي ذهني ارتقا موجب ڏئي، ۽ ٻيو ڪتاب ’پرين پرولي‘ لکي، ان ۾ مولانا رومي، غلام فريد ۽ شاهه لطيف جي ڪلام جي مماثلت ڏئي، پر سندس زندگيءَ وفا نه ڪئي ۽ اُهي ٻئي ڪتاب لکي نه سگهيو ’ٻاروچي ٻولي‘ ڪتاب به بيماريءَ جي حالت ۾ مڪمل ڪيو هئائين.

**سيد نذر محمد شاهه**: نوابشاهه ضلعي جو مشهور سياستدان سيد نذر محمد شاهه ولد سيد خير شاهه، ڊسمبر 1924ع ۾ ڳوٺ قراني، لڳ ڪوئيٽا ۾ ڄائو. هن جا وڏا اصل ڪوئيٽا جا هئا، تنهنڪري هي خاندان ڪوئٽائي سيد به سڏجي ٿو. سندس والد سيد خير شاهه وڏي دٻدٻي ۽ اثر رسوخ وارو زميندار هو. جنهن جي نالي سان تعلقي نوابشاهه ۾ خير شاهه جو ڳوٺ موجود آهي.

سيد نذر شاهه ابتدائي تعليم حاصل ڪرڻ ڪانپوءِ نوابشاهه جي مشهور تعليمي اداري، ڊي. سي. هاءِ اسڪول نوابشاهه ۾ داخل ٿيو جتان 1941ع ۾ مئٽرڪ پاس ڪيائين ۽ پوءِ خانداني پيشي زمينداريءَ ۾ لڳي ويو. ڪجهه وقت ڪانپوءِ سياست ۾ پير پاتائين. لوڪلبورڊ نوابشاهه جو چيئرمئن به ٿي رهيو. 1962ع ۾ اولهه پاڪستان اسيمبلي ۽ 1970ع ۾ سنڌ اسيمبليءَ جو ميمبر چونڊيو ويو. 15 مئي 1981ع تي ڪيس سنڌ حڪومت ۾ ٻيلن، روينيو، مواصلات ۽ ورڪس جو وزير بنايو ويو. 1985ع ڪانپوءِ هن سياست تان رٽائر ڪيو. شاهه صاحب هڪ سٺو سماجي ورڪر به هو. علائقي ۾ ڪيترا سڌاري جا ڪم ڪرايا. جن ۾ نوابشاهه جي سول اسپتال جو سڌارو، پنهنجي ۽ دوستن جي خرچ سان ڪيائين. سيد نذر شاهه علائقي جي عوام جي سماجي ۽ معاشي زندگيءَ ۾ گهري دلچسپي وٺڻ ڪري ڪافي اثر رسوخ رکندو هو.



هن 8 نومبر 1994ع تي پنهنجي ڳوٺ خير شاهه ۾ وفات ڪئي. سندس لائق فرزند سيد شوڪت حسين شاهه به پنهنجي خانداني روايتن سان نڀائيندي علائقي جي عوام جي بي لوث خدمت ڪئي آهي ۽ سياسي ميدان ۾ مختلف دورن ۾ وزارتن جا عهدا ماڻي چڪو آهي.

**سيد نظام الدين شاهه امروٽي، مولانا**: مولانا سيد نظام الدين شاهه ولد سيد صوفن شاهه ڳوٺ ديواني، لڳ ڀريالوءِ، ضلعي خيرپورميرس ۾ پيدا ٿيو. سيد نظام الدين شاهه امروٽي جي تعليم ۽ تربيت مولانا سيد تاج محمود امروٽيءَ جي نگرانيءَ هيٺ ٿي. شروع ۾ پنهنجي والد سيد صوفن شاهه وٽ پڙهيو ۽ بعد ۾ تاج محمود جي استاد مولانا محمد قاسم امويءَ وٽ به پڙهيو. امروٽ شريف ۾ تعليم حاصل ڪرڻ ڪانسواءِ پاڻ مدرسه دار الارشاد پيرجهنڊي ۾ مولانا عبيدالله سنڌيءَ وٽ به پڙهيو. مولانا سيد نظام الدين شاهه، مولانا تاج محمود امروٽيءَ جو رشتي ۾ ڀائٽيو هو. مولانا تاج محمود امروٽيءَ جي وفات بعد 29 نومبر 1929ع تي درگاهه امروٽ شريف جو پاڻ سجاده نشين بڻيو. پاڻ طبيعت جو سادو هو. سخاوت ۽ غريب نوازيءَ ۾ پنهنجو مٽ پاڻ هو. هو درگاهه تي کهي آيل پانڌيئڙن جي بنا ڪنهن امتياز جي خدمت ڪندو هو. مولانا سيد نظام الدين شاهه امروٽيءَ ٽي شاديون ڪيون، جن مان ڪيس مولانا سيد محمد شاهه امروٽيءَ سميت ٽن نياڻين جو اولاد پڻ ٿيو. هن پنهنجي سڄي ڄمار دين جي خدمت ۽ سنت نبوي جي پيرويءَ ۾ گذاري.

**سيد نظر علي شاھ ’گدائي‘**: ناليوارو بزرگ ۽ عالم سيد نظر علي شاھ ولد عنايت شاھ، 11 جون 1891ع تي قمبر شهر ۾ جنم ورتو. سنڌي چوٿين درجي تائين قمبر ۾ پڙهيو. انگريزي مدرسة الاسلام لاڙڪاڻي ۾ پڙهڻ ويٺو پر والد جي وفات سبب پڙهائي اڌ ۾ ڇڏيائين ۽ والد بزرگوار جي خانقاھ سنڀالڻ لڳو. سندس ذهن ڪشادو هو ۽ علم سان وڏو چاھ رکندو هو. مدرسي جي تعليم ترڪ ڪري خانقاھ ۽ زميداري سنڀالڻ لڳو جنهنڪري روايتي تعليم پرائي نه سگهيو. تڏهن به علمي اڃ ڪيس ويهڻ نه ڏنو ۽ شخصي طور زمانه گشتيءَ ۽ مطالعي مان ديني علم خواه دنيوي تعليم تي ملڪو حاصل ڪيائين. علائقي واسين کي اخلاقي، ديني اصلاح بابت خطبا ڏيندو هو. ميونسپالٽيءَ جو ميمبر چونڊيو ته ان جو وهنوار پڻ احسن طريقي سان هلايائين. ان دوران هن جا ڪيل عام ڀلائيءَ جا ڪم اڄ به عام ماڻهن جي زبان تي آهن. ميونسپالٽيءَ جو وائيس پريزيڊنٽ ٿي رهيو. خلافت تحريڪ ۾ به ڀرپور حصو ورتائين. جامع مسجد قنبر جو خطيب به رهيو. خاص طور جمعي جي ڏينهن عام و خاص سندس خطبو ٻڌڻ ايندا هئا. اڪثر گهر ۾ لکڻ پڙهڻ ۾ مشغول رهندو هو ۽ زمين جي سنڀال ڪندو هو. وڏائي يا پاڻ پڏو سندس طبيعت ۾ شامل نه هئا. هن پنهنجي حياتيءَ ۾ ٽي دستخطي ڪتاب: (1) ’مرڻ بعد حياتي‘ (مرڻ بعد زنده ٿيڻ واري اسلامي عقيدي کي سائنسي دليلن سان ثابت ڪرڻ متعلق لکيل)، (2) ’ديوان گدائي‘ (150 شعرن تي مشتمل شاعريءَ جو مجموعو ۽ (3) ’عربي خطبو شريف‘ (سنڌي ترجمو) لکيا. آخري ڪتاب ۾ سيد نظر علي شاھ ٻارهن مهينن جا خطبا، نڪاح خواني، عيدن وغيره جا خطبا سنڌي ترجمو ڪري هٿ سان ڪتابي صورت ۾ جمع ڪيا، جن لاءِ عرب توڙي لاهور مان سندون حاصل ڪيائين.

سيد نظر علي شاھ، 14 آگسٽ 1952ع تي 63 ورهين جي ڄمار ۾ وفات ڪئي. سندس آخري آرامگاھ قنبر ۾ آهي.

**سيد نور رضوي**: مشهور اديب ۽ شاعر سيد نور رضويءَ جو پورو نالو سيد نور علي ولد سيد ارباب علي شاھ آهي. سندس جنم 16 جون 1947ع تي ڳوٺ لڙها، تعلقي روهڙي، ضلعي سکر ۾ ٿيو. هن ايم. اي سياسيات تائين تعليم ورتي. هن ڪيترين ئي صنفن تي طبع آزمائي ڪئي آهي. هن سنڌي، اردو، فارسي، پنجابي ۽ سرائيڪي ٻولين ۾ شاعري پڻ ڪئي آهي. هيءُ 1976ع کان 1978ع تائين بين الصوبائي رابطن واري کاتي ۾ ڊپٽي ڊائريڪٽر ۽ ڪرن شگر مل روهڙيءَ ۾ 1993ع کان 1995ع تائين ڊپٽي جنرل مئنيجر رهي چڪو آهي. هي ضلعي ڪائونسل سکر جو 1989ع کان 1991ع تائين ميمبر، تعلقي ڪائونسل روهڙيءَ جو 1983ع کان 1987ع تائين چيئرمئن، اسپورٽس سب ڪاميٽي ضلعي ڪائونسل سکر جو 1989ع کان 1991ع تائين چيئرمئن به رهيو آهي. پاڻ ڪيترائي دفعا پي. ٽي. وي اسلام آباد تان سنڌ جي نمائندگيءَ طور اردو سنڌي مشاعرن ۾ پڻ شرڪت ڪري چڪو آهي. ايران، سعودي عرب، عراق، شام، ٿائيلينڊ جا دورا به ڪري چڪو آهي. ڪيس مجتا طور بيدل آرٽس ڪائونسل روهڙيءَ طرفان 2001ع ۾ ملينيم اوارڊ، سچل سرمست يادگار ڪاميٽي طرفان 2005ع ۾ بهترين شاعر جو اوارڊ، 2006ع ۾ بيدل آرٽس ڪائونسل طرفان بهترين شاعر جو اوارڊ پڻ مليا اٿس. سندس شاعريءَ جو هڪ مجموعو ’پاٽ ۾ لاٽ‘ ڇپجي چڪو آهي.



**سيد نور شاھ**: سيد نور علي ولد سيد نظام الدين شاھ 1921ع ڌاري ڳوٺ جروار ضلعي گهوٽڪيءَ ۾ جنم ورتو. پيدائش کان اڳ هڪ درويش سندس والد سان مليو ۽ ڪيس چيائين ته هن علائقي ۾ هڪ اهڙو گل پيدا ٿيندو، جيڪو ساري علائقي کي معطر ڪري ڇڏيندو. جنهن بعد سيد نظام الدين جي گهر ۾ هڪ پٽ پيدا ٿيو جنهن تي نور علي شاھ نالو رکيو ويو. سندس والد کي ڪهڙي خبر ته سندس ئي گهر ۾ پيدا ٿيل ننڍڙو نور وڏو ٿي علائقي جو نور بڻجي ويندو ۽ بزرگ جي ڪيل اڳڪٿي پوري ٿيندي!

سيد نور علي شاھ سمجھ ڀريو ٿيو ته ڪيس مدرسي ۾ ويهاريو ويو، جتان هن پنهنجي والد کان قرآن شريف جي تعليم حاصل ڪئي. ڏهن سالن جي عمر کان پوءِ سيد نور علي شاھ درگاھ مولوي عبدالغفور همايون شريف اچي مولانا ميان عبدالباقيءَ کان علم حاصل ڪرڻ لڳو. ائن سالن بعد ديني علم مڪمل ڪري دستاربند ٿيو ۽ پنهنجي ئي مرشد ۽ استاد جي حڪم تي جيڪب آباد واري مدرسي ۾ پڙهائڻ لڳو، اتي ڪافي وقت ديني علم ڏنائين. 1947ع ۾ پنهنجي اصلي مسجد پير بخاريءَ جو پيش امام ٿيو. ان وقت اها مسجد ڪچين سرن سان ٺهيل هوندي هئي. سيد نور علي شاھ هن مسجد کي پڪو ڪرايو ۽ ان جي وسعت ڪرائي، اعلىٰ پيماني تي تعمير ڪرايائين. علائقي جي مخير زميندارن سيد بهرام خان ڪوسي ۽ مير مدد خان ڪوسي جي مدد سان شهر جي مرڪز ۾ موجود هن اهم مسجد جو ڪم 23 جنوري 1950ع تي سنڌ جي گورنر نواب شيخ دين محمد هٿان سنگ بنياد رکڻ سان شروع ٿيو ۽ 28 جنوري 1951ع تي الحاج خواجه ناظم الدين گورنر جنرل پاڪستان هٿان افتتاح سان مڪمل ٿيو. سيد نور علي شاھ مسجد جي ڀرسان خالي پيل جاءِ تي هڪ مدرسو تعمير ڪرايو. پاڻ ان جو سربراھ ۽ مسجد جو پيش امام رهيو. هن پنهنجي عمر جا تقريباً 55 سال ديني خدمت ۾ گذاريا. سيد نور علي شاھ جي خدمتن کي ڪير به وساري نٿو سگهي. هن ڀرپاسي جي ڳوٺن ۾ قرآني تعليم ڏيڻ لاءِ ڳوٺن ۾ مدرسا ۽ مسجدون تعمير ڪرايون. نور علي شاھ کي مذهبي معاملن ۾ ملڪو حاصل هو.

هن بزرگ 14 جون 1994ع تي وفات ڪئي. ڪيس درگاھ پير بخاريءَ (جيڪو سندس پڙڏاڏو آهي) ڀرسان دفن ڪيو ويو.

**سيد نور شاھ (گائڪ)**: ويهين صديءَ جي شروعات ۾ ڪافين ڳائڻ ۾ مقبوليت ماڻيندڙ، سيد نور شاھ ضلعي قمبر جو رهاڪو هو. هنڙيءَ جي شاعر ۽ ڳائيندڙ غلام شاھ جو پٽ هو. جوانيءَ ۾ ٽنڊي الهيار ۾ اچي رهيو. ان ڪانپوءِ ٽنڊي غلام عليءَ ۾ مير محمد بخش وٽ رهيو ۽ اُتي ئي وفات ڪيائين، اُتر ۾ ان وقت ڪافين ڳائڻ جي انداز موجب هُو يڪتاري ۾ ’ڪلواڙي‘ جي تار تي مٿي چوٽ واري آواز ۾ ڳائيندو هو. سيد نور شاھ جو آواز تمام مٿي هو. پر ان کان وڌيڪ ڪلواڙي کي يڪتاري ۾ نهايت چٽو، منو ۽ سهٽو ڪيائين، جو نور شاھ ڪلواڙو سڏجڻ لڳو. آچر فقير، نور شاھ جو استاد هو. پر سيد جي ادب وچان ڀالڪو سڏائيندو هو ۽ ساڻس گڏ ڳائيندو هو. ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ جي تحقيق موجب نور شاھ جهڙي ’پيروي‘ اڄ تائين ڪنهن نه ڳائي. مصرع سان موافق ڏوهيڙا ڏئي پوءِ مصرع ڪٽندو هو. ڀٽائي، سچل، غلام شاھ ۽ ٻين گهڻن شاعرن جا ڪلام ياد هئس. نور شاھ جي مشهور ڀالڪن ۾: محمد رازو خاصخيلي، ٽنڊي غلام علي جو چاڳو شيدي، مهرو مگڻهار، منگهن ڀٽو، تيرٿ سونهڙ، ٻنگل شورو، فضل محمد لُنڊ، ياقوت شيدي، جمو ’چريو‘ ميراڻي، مجنو ڀالو، بچو شيدي وغيره شامل آهن.

**سيد نور محمد شاھ**: سياسي ۽ سماجي ڪارڪن سيد نور محمد ولد سيد مراد علي شاھ پهرين جنوري 1911ع تي ضلعي نوابشاھ ۾ ڄائو. هي سيد، مٽياري ساداتن جي ’ميان پوٽي‘ قبيلي مان هو. هن ابتدائي تعليم ٻريا جي سنڌي اسڪول مان حاصل ڪيائين. ان کانپوءِ 1927ع کان 1933ع تائين ڊي. جي سنڌ ڪاليج ۾ تعليم حاصل ڪئي. 1937ع ۾ سنڌ جي بمبئيءَ کان جدا ٿيڻ بعد نوشهري



تعلقي مان پير قربان عليءَ جي مقابلي ۾ چونڊن ۾ بيلو ۽ سنڌ اسيمبليءَ جو ميمبر چونڊجي آيو. هي خانبهادر ايوب کهڙي سان تعلقات هئڻ سبب وزارت جو طرفدار ٿيو ۽ پارليامينٽري سيڪريٽري مقرر ڪيو ويو. 1938ع ۾ ضلعي لوڪلبورڊ نوابشاھ جي اسڪول بورڊ جو چيئرمئن چونڊيو ويو. 1945ع ۾ نوابشاھ ۾ زميندار بئنڪ قائم ٿي ته هي ان جو چيئرمئن چونڊيو ويو. ورهاڱي کانپوءِ 1949ع ۾ يوسف هارون جي وزارت ۾ خوراڪ، زراعت ۽ ڪوآپريشن جو وزير ٿي رهيو. 1953ع ۾ سنڌ اسيمبليءَ جون نئين سر چونڊون ٿيون ته هي وري مسلم ليگ جي ٽڪيٽ تي ميمبر چونڊجي آيو ۽ پيرزادي عبدالستار جي وزارت وقت وزير رهيو. سيد نور محمد شاھ 1956ع تي سيد خيرشاھ گروپ مان مغربي پاڪستان جي اسيمبليءَ تي ميمبر چونڊجي آيو ۽ ڪجھ وقت ريپبليڪن پارٽيءَ جو ميمبر ٿي رهيو. ان وقت هن کي فقيريءَ جي لهس لڳي وئي ۽ پوءِ باقي زندگي انهيءَ فقيراڻي رنگ ۾ گذارڻ لڳو.

سيد نور محمد شاھ سياسي طرح نظرياتي بنيادن تي تحريڪن ۾ رهي، ڪم ڪرڻ جو عادي هو. هن ذاتي دوستن ۽ مقامي ماڻهن جي مصلحتن سان ملڪ جي سياست ۾ حصو ورتو.

جي. ايم. سيد لکي ٿو ته، ”سيد نور محمد شاھ سياست ۾ ’آئي ته روزي، ٽري ته بلا‘ طور پئي ڪم ڪيو. پاڻ طبيعت ۾ ڪم آزار، يارويس، رلڻو ملڻو شخص رهيو. پاڻ ڪجھ وقت هالن نون جي هڪ ڪوري بزرگ جي صحبت ۾ پڻ رهيو. جنهن کانپوءِ هن شاھ عبداللطيف تي ڪي جايون ٺهرايون ۽ خير خيرات جا ڪم پڻ ڪيا.“

**سيد نويد قمر**: سياسي شخصيت سيد نويد قمر شاھ 22 سيپٽمبر 1955ع تي ڳوٺ وسي ملوڪ شاھ (ٽکڙ) ضلعي ٽنڊي محمد خان ۾ جنم ورتو. سندس والد سيد قمرالزمان شاھ آهي، جيڪو سنڌ اسيمبليءَ جو ڊپٽي اسپيڪر ۽ ذوالفقار علي ڀٽي جي دؤر ۾ سينيٽر رهي چڪو آهي. سنڌ جو ناليوارو سياستدان، علمي ۽ ادبي شخصيت سيد ميران محمد شاھ سندس نانو هو، جيڪو پڻ ورهاڱي کانپوءِ سنڌ اسيمبليءَ جو پهريون



اسپيڪر مقرر ٿيو ۽ پيرا اسپين ۾ پاڪستان جو سفير پڻ رهيو.

سيد نويد قمر 1976ع ۾ انگلنڊ جي مانچيسٽر يونيورسٽيءَ مان بي. ايس. سي آنرز ۽ 1979ع ۾ ڪيليفورنيا اسٽيٽ يونيورسٽيءَ مان ايم. بي. اي جي ڊگري حاصل ڪئي. هن جو شمار پاڪستان پيپلز پارٽيءَ جي سينئر اڳواڻن ۾ ٿئي ٿو. 1988ع ۾ سڀ کان پهرين سنڌ اسيمبليءَ جو ميمبر چونڊيو ويو ۽ ان کانپوءِ لڳاتار 1990ع، 1993ع، 1997ع، 2002ع ۽ 2008ع ۾ ٽنڊي محمد خان تڪ مان ايم. اين. اي چونڊجي چڪو آهي ۽ پاڪستان پيپلز پارٽيءَ جي مرڪزي ايگزيڪيوٽو ڪميٽيءَ جو ميمبر ۽ دفاع جو وزير رهي چڪو آهي. ان کان پهرين نجڪاري، پاڻي ۽ بجليءَ جو وفاقي وزير ڪانسواءِ واپڊا جو وزير پڻ رهي چڪو آهي. 2013ع جي چونڊن ۾ پڻ قومي اسيمبليءَ جو ميمبر چونڊيو آهي.

**سيد نهال شاھ بخاريءَ جو ميلو**: سيد نهال شاھ بخاريءَ جي مزار، حيدرآباد ويجهو هوسڙي اسٽيشن کان ميل پنڌ تي گنجي ٽڪر تي واقع آهي. هن مزار تي هر سال جمادي الثاني جي مهيني جي 25-26 تاريخ تي ميلو لڳندو آهي. هي ميلو سيد نهال شاھ بخاريءَ جا مريد ۽ عقيدتمند وڏي ڌوم ڌام سان لڳائيندا آهن. ميلي ۾ پري پري کان عقيدتمند اچي زيارت ڪندا آهن ۽ راڳ رنگ جي محفل ۽ ملاکڙو پڻ لڳايو ويندو آهي.

**سيدن ۽ دائودپوٽن جي جنگ:** غلام رسول مهر پنهنجي ڪتاب ’تاريخ سنڌ ڪلهوڙا دور‘ ۾ ڄاڻائي ٿو ته، ”جهان خان بن بختيار خان جي چوڻ تي 1112هه/ 1700ع ۾ دائودپوٽن ڏهر قبيلي سان جنگ ڪري ڪين زير ڪيو. اهو لقاءُ ڏسي بقاري سيدن مان سيد شير ارزان رضوي، جيڪو ڏهرن جو سرگرم حامي هو، تنهن پني خان جي قلعي تي حملو ڪري جهان خان کي سبق ڏيڻ جي ڪوشش ڪئي. ان وقت دائودپوٽن جي فوج ڏهرن کي زير ڪرڻ ۾ مشغول هئي. اهي جڏهن اتان فارغ ٿيا، تڏهن بقاري سيد شير ارزان رضوي پنهنجي خاص صلاحڪار منگڻ سان گڏ هڪ وڏو ڪٽڪ وٺي مقابلي لاءِ آيو. ٻنهي ڌرين ۾ زبردست جنگ لڳي. تاريخي ڪتابن ۾ ڄاڻايل آهي ته هيءَ لڙائي پنجن ڏينهن تائين هلندي رهي. آخر ڇهين ڏينهن منگڻ جي مقابلي لاءِ محمد پني خان ميدان ۾ نڪري آيو. محمد پني خان هڪ ئي وار سان منگڻ جو سر قلم ڪري ڇڏيو. جنهن ڪانپوءِ بقاري سيدن ۾ مقابلي جي طاقت نه رهي ۽ آخر سيد شير ارزان رضوي، امير محمد مبارڪ خان ڪي صلح جي درخواست موڪلي، جنهن ڪانپوءِ جنگ بند ٿي.“

**سيد وڏل شاهه بخاري:** سنڌ جو مايه ناز ڪيميائي سائنسدان، ڪيمسٽري شعبي سنڌ يونيورسٽيءَ جو ذهين اُستاد. ڊاڪٽر سيد وڏل شاهه بخاري، ڳوٺ امين لاکي، تعلقي هالا، ضلعي حيدرآباد (هن وقت تعلقي هالا، ضلعي مٽياري) ۾ 1939ع ڌاري جنم ورتو. سيد وڏل شاهه ننڍي هوندي کان ئي ڏاڍو محنتي ۽ اورچ هو. هن 1956ع ۾ سائنس گروپ ۾، فرسٽ ڊويزن ۾ مئٽرڪ پاس ڪئي. 1961ع ۾ سنڌ يونيورسٽيءَ مان بي. ايس. سي (آنرز) ۾ ٻهريون نمبر ڪنيائين. 1963ع ۾ به سندس محنت رنگ لاتو ۽ ايم. ايس. سي (ڪيمسٽري) ۾ فرسٽ ڪلاس فرسٽ پوزيشن کٽي، پنهنجي استادن ۽ مائٽن جو مان وڌايائين. ساڳئي سال پاڻ يونيورسٽيءَ ۾ جونيئر ليڪچرر جي حيثيت سان تدريسي ميدان ۾ قدم رکيائين ۽ مثالي زندگيءَ جو آغاز ڪيائين. سندس علم ۽ اخلاق کان هر عام ۽ خاص متاثر هو ۽ هر ڪو سندس عزت ۽ احترام ڪندو هو.



سيد وڏل شاهه پنهنجي علمي ذوق جي تڪميل لاءِ مسلسل ڪوششون ڪندو رهيو. نيٺ ڪيس لياقتن جي بنياد تي سال 1964ع ۾، سائنس ۾ اعليٰ تعليم لاءِ چونڊي، لنڊن موڪليو ويو جتان هُو آرگينڪ ڪيمسٽريءَ ۾ پي. ايڇ. ڊي جي ڊگري حاصل ڪري، 1967ع ۾ وطن موٽي آيو. ڪيس موٽي اچڻ بعد تدريسي فرضن ڪانسواءِ سنڌ يونيورسٽي ڪالونيءَ جي معاملن جو انچارج به مقرر ڪيو ويو.

ڊاڪٽر سيد وڏل شاهه، علمي ڪمن سان گڏوگڏ سنڌ يونيورسٽي ڪالونيءَ جي ملازمن جا مسئلا حل ڪرڻ لاءِ ڪوششون ڪيون. سندس محبت، رواداري ۽ خلوص جي ڪري هر ماڻهو سندس احترام ڪندو هو. هن ڄامشوري ۾ رهندي مسجد ڪميٽي جوڙي، مختلف سرنديءَ وارن جي سهڪار ۽ پنهنجي مدد پاڻ جي اصول تي ’مسجد بلال‘ مڪمل ڪرائي، جيڪا اڄ سنڌ يونيورسٽي ڪالونيءَ جي زينت بڻيل آهي.

ڊاڪٽر وڏل شاهه بخاري، سچو هڏ ڏوڪي ۽ پرخلوص انسان هو. فرضن جي بجا آوري، ايمانداريءَ سان ڪيائين. جيڪو ڪم ڪيس سپرد ڪيو ويو، احسن طريقي سان ڪيائين. سندس خلوص ۽ فرض شناسيءَ جي ڪري ڪيس ڪيترين ذميوارين سونپيون ويون. مثال طور: 1972ع ۾ ڪيس سنڌ يونيورسٽي اسپورٽس بورڊ جو چيئرمئن مقرر ڪيو ويو. ساڳئي سال ڪيس سينٽرل سائنٽيفڪ اسٽور جو به انچارج بنايو ويو. 1974ع ۾ ڊاڪٽر صاحب کي ’سنڌ سائنس سوسائٽيءَ‘ جو ايسوسيئيٽ سيڪريٽري مقرر ڪيو ويو. انهن مصروفيتن جي باوجود ڊاڪٽر صاحب تحقيق ۽ تصنيف جو سلسلو به جاري رکيو. جيئن ته ڪيس علمي کوجنا جو عشق جي حد تائين شوق هو، ان ڪري جڏهن به ڪيس ريسرچ ڪرڻ لاءِ ٻاهر وڃڻ جو موقعو ملندو هو ته هڪدم هليو ويندو هو. 1969ع ۾ هڪ سال ريسرچ جي سلسلي ۾ جپان ويو، جتي ڪيميڪل انجنيئرنگ ۾ ڪيس تحقيق ڪرڻ جو موقعو مليو. واپسيءَ بعد وري ڏينهن رات سنڌ يونيورسٽيءَ لاءِ وقف ڪري ڇڏيائين. هڪ طرف ڪيترن شاگردن کي پي. ايڇ. ڊي ۾ رهنمائي ڪندو رهيو ۽ رڳو سال 1975ع ۾ سندس رهنمائيءَ هيٺ پنجن لائق شاگردن پي. ايڇ. ڊي جي ڊگري حاصل ڪري ورتي ته ٻئي طرف هن ماهوار ’سائنس‘ رسالي جي ايڊيٽر جا فرض پڻ بجا آندا. ڊاڪٽر صاحب صبح کان شام تائين ليبارٽريءَ ۾ سائنسي تجربا ڪندو رهندو هو. خاص ڪري سائنس، ڪيمسٽريءَ بابت سندس ڪيترائي تحقيقي مقالا ۽ ايڊٽ ڪيل ڪتاب ڇپجي چڪا آهن.

ڊاڪٽر سيد وڏل شاهه گوناگون مصروفيتن جي باوجود ڪجهه عرصي لاءِ 1972ع ۾ ريسرچ جي سلسلي ۾ ناروي ويو هو. اتان جي حڪومت ٻيهر ڪيس سائنسي تحقيق لاءِ فيلو شپ ڏيڻ منظور ڪئي. شاهه صاحب پنهنجي علمي ذوق ۽ کوجنا جي تڪميل لاءِ آگسٽ 1975ع جي آخري هفتي ۾ ٻيهر ٽن مهينن لاءِ ناروي هليو ويو. اتي پنهنجي تحقيق ۽ کوجنا مڪمل ڪري ورتائين ۽ ڊسمبر جي 17 تاريخ ناروي مان روانو ٿيڻو هو ۽ واپسيءَ تي سير ڪندو، 29 ڊسمبر 1975ع تي وطن موٽڻو هو. 16 ڊسمبر تي ڊاڪٽر وڏل شاهه گهر وارن ۽ دوستن کي خط ذريعي پنهنجي واپسيءَ جي پروگرام کان مطلع به ڪيو هو. خطن مان محسوس ٿيو ٿي ته هو وطن موٽڻ لاءِ بيچين هو. ليڪن تقدير جي ستم ظريفي جو 16 ۽ 17 ڊسمبر واري رات وطن کان هزارين ميل پري، پرديس ۾ سنڌ جي هن ذهين انسان، اُبرندڙ سائنسدان ۽ يونيورسٽيءَ جي سچي هڏ ڏوڪيءَ کي ظالم موت هميشه لاءِ سنڌ ۽ عزيزن کان جدا ڪري ڇڏيو. سندس موت جو معمو اڄ تائين حل نه ٿي سگهيو آهي، اهو به امڪان ڏيکاريو ويو هو ته ڪيس سندس ڪن

معتصب همعصرن زهر ڏنو هو. بهرحال، ڊاڪٽر وڏل شاھ بخاريءَ جي اوچتي دردناڪ موت تي يقين ڪرڻ لاءِ ڪا به دل ذهني طرح بلڪل تيار نه هئي. هر ڪنهن جي چهري تي اداسيءَ جا ڪڪر ڇانيل هئا.

25 ڊسمبر 1975ع، خميس جي ڏينهن، جيئوٽيڪ بانيءَ پاڪستان جي يوم ولادت جي ڪري سڄي ملڪ ۾ موڪل هئي، باوجود ان جي ماڻهن جا انبوهه، مارئي هاسٽل وٽ اچي گڏ ٿيا هئا. هر ڪو متجسس نظرن سان منتظر هو. جڏهن ڪاٺ جي پيٽيءَ ۾ بند ڊاڪٽر وڏل شاھ جو مڙهه آيو، ته ماڻهن جي اکين جا بند ٽٽي پيا. مارئي هاسٽل آڏو شاگردياڻيون به هنجون هاري رهيون هيون. ڪانڌين جو قافلو انسٽيٽيوٽ آف ڪيمسٽريءَ ڏانهن روانو ٿيو. اتان آخري منزل ڏانهن روانگي ٿي. بسن ۽ خانگي گاڏين ۾ سوين سوڳوار سيد وڏل شاھ جي اباڻي ڳوٺ ڏانهن روانا. اهڙيءَ طرح وفات جي ٽائين ڏينهن مرحوم ڊاڪٽر سيد وڏل شاھ بخاريءَ کي، ڳوٺ امين لاکي ۾ مٽيءَ ماءُ حوالي ڪيو ويو. (ماهوار 'سائنس' جنوري 1976ع: ڊاڪٽر محمد يعقوب مغل جي مضمون تان ورتل)

**سيد وريل شاھ**: سيد وريل شاھ ولد بچل شاھ نقوي 1907ع ڌاري رتيديري، ضلعي لاڙڪاڻي ۾ جنم ورتو. ابتدائي طور دنيوي تعليم سان گڏ اسلامي تعليم به پرايائين.



هن 26 سالن جي ڄمار ۾ سياست ۾ پير رکيو ۽ 1933ع ڌاري رتيديري ميونسپالٽيءَ جو ميمبر ٿيو ۽ بعد ۾ نائب صدر ۽ صدر ٿي رهيو. ان دوران رتيديري شهر جي ترقيءَ ۽ ماڻهن جي فلاح خاطر ڪافي ڪم ڪيائين. آزاديءَ جي تحريڪ ۾ به سرگرم رهيو. سندس سياسي لاڳاپو مسلم ليگ سان هو. آل انڊيا مسلم ليگ جي مرڪزي رهنما فضل الله قريشيءَ جي ويجهن سائين ۾ شمار ٿيندو هو. مسلم ليگ لاڙڪاڻي جو صدر به رهيو. وٽس تقرير جو سنو ڏانءُ هو. علامه اقبال جي شاعريءَ جو گهرو مطالعو هئس. هن کي علم، ادب سان خاص لڳاءُ هو ۽ شاعري به ڪيائين. شاعريءَ ۾ 'پياسي' تخلص ڪتب آڻيندو هو. پاڪستان پيپلز پارٽيءَ ضلعي لاڙڪاڻي جو سرگرم اڳواڻ سيد بچل شاھ ۽ ناميارو شاعر سيد غضنفر علي شاھ 'راجا' سندس فرزند آهن. جڏهن ته نيب جو سابق چيئرمئن ۽ سنڌ هاءِ ڪورٽ جو اڳوڻو چيف جسٽس سيد ديدار حسين شاھ رشتي ۾ سندس پائٽيو آهي.

سيد وريل شاھ، 17 ڊسمبر 1970ع تي وفات ڪئي.

**سيد ولايت شاھ**: سيد ولايت شاھ جو شمار تيرهين صدي هجريءَ جي بزرگن ۾ ٿئي ٿو. سندس تعلق بخاري ساداتن سان آهي. ولايت شاھ ۽ واصل شاھ ٻئي پاڻ ۾ سڳا ڀائر هئا. سيد ولايت شاھ نقشبندي طريقي جو بزرگ هو. ڪيس خواجه صفي الله سرهندي حديدويءَ کان فيض حاصل ٿيو هو. ڪيس مرشد طرفان خلافت جو خرقو عطا ٿيل هو ۽ مرشد ڪيس شڪارپور ۾ پنهنجو مختيار بڻائي ويهاريو. سيد ولايت شاھ جي مزار، جماڻي هال شڪارپور جي اوڀر طرف ميراڻي عيدگاھ ۾ واقع آهي.

**سيد ويڏل شاھ موسوي**: سيد ويڏل شاھ ولد مريد علي شاھ 22 جمادي الثاني 1289هه/ 27 آگسٽ 1872ع تي روهڙيءَ ۾ جنم ورتو. سندس حسب نسب ميرڪ بايزيد الحسيني پورانيءَ سان ملي ٿو. سيد ويڏل شاھ عربي، فارسي ۽ سنڌي زبانن جي تعليم آخوند ميان عبدالله کان حاصل ڪئي. سيد ويڏل شاھ ۽ سندس والد کي روهڙيءَ ۾ وڏي عزت ۽ احترام جي نگاھ سان ڏٺو ويندو هو. انهيءَ ڏس ۾ صوفي سبحان بخش سجاده نشين درگاھ بيدل- ڪتاب 'پنج گنج' ۾ لکي ٿو "جڏهن فقير محمد محسن بيڪس 1298هه ۾ رحلت فرمائي، تڏهن دستور موجب ٽئين ڏينهن وعظ واري مسجد ۾ بيڪس جي دستار فقير غلام لطيف کي ٻڌائي وئي، سيد ويڏل شاھ ان وقت مسجد ۾ موجود هو."

سيد ويڏل شاھ جي والد سيد مريد علي شاھ 19 شعبان المعظم 1298هه مطابق 18 جولاءِ 1881ع تي وفات ڪئي ۽ ان وقت سيد ويڏل شاھ جي عمر اٽڪل ڏھ ورهيه هئي ۽ فقير غلام لطيف، جنهن کي بيڪس سائين جي پڳ ٻڌرائي پئي وئي، ٽن ورهين جو ٻار هو. سيد ويڏل شاھ سنڌي فائنل جو امتحان پاس ڪرڻ ڪانپوءِ پرائمري استاد جي حيثيت سان تعليم کاتي ۾ ملازمت اختيار ڪئي. شاھ صاحب 1891ع ۾ ٽريننگ ڪاليج فار مين حيدرآباد مان ٽيون سال پاس ڪيو. پاڻ ميونسپل ورنيڪيولر اسڪول روهڙيءَ جو هيڊ ماستر ٿي رهيو. تعليم کاتي ۾ ترقي ڪندي ڊپٽي ايجوڪيشنل انسپيڪٽر جي عهدي تان پينشن تي لٿو. هن تعليم کاتي ۾ اٽڪل ٽيهه سال نوڪري ڪري پنهنجي باقي حياتي روهڙي شهر ۾ آرام ۽ سڪون سان گذاري. ديوان مولچند ٽنومل 'مسڪين' سيد ويڏل شاھ جي باري ۾ لکي ٿو ته: "مسلمانن ۾ ميان ويڏل شاھ موسوي اسان جو ماستر هو. سندس ايامڪاريءَ ۾ پڙهائي اهڙي هوندي هئي، جو اڄ به اسان کي ڪم اچي رهي آهي. انصاف پسند اهڙو هو جو هن جي اڳيان غريب شاهوڪار هڪ هوندو هو. آهستي آهستي ڊپٽي ايجوڪيشنل انسپيڪٽري تي وڃي پهتو. سندس رهڻي ڪهڻي بلڪل سادي هئي. سندس در تان فقير هندو چاهي مسلمان خالي نه موٽندو هو. 1917ع ۾ سکر ۾ 'انجمن حيدري' قائم ٿي. سيد ويڏل شاھ انجمن جي باني ڪارن مان هو. 26-1925ع ۾ انجمن جو صدر ٿي رهيو. هن انجمن طرفان ڪيترا علمي ۽ مذهبي ڪتاب شايع ٿيا، جن جي اشاعت ۾ سندس وڏو هٿ هو. ان ڪانسواءِ پاڻ 1927ع ۾ ايران، عراق ۽ شام ملڪن جي مقدس مقامات جي زيارتن لاءِ وڃي 'زوار' ٿي آيو. ڪيس 1929ع ۾ ان وقت جي دستور مطابق سکر ضلعي جي ڪليڪٽر جي دربار ۾ خاص ڪرسي حاصل ٿي. 1932ع ۾

ميونسپالٽيءَ تعلقي لوڪلبورڊ جو ميمبر بہ ٿي رهيو. سيد ويڏل شاهه تصنيف ۽ تاليف سان گڏ صحافت جي ميدان ۾ بہ پاڻ موڪيو روهڙي شهر مان 'صراطِ مستقيم' جي نالي سان سنڌي زبان ۾ هڪ ماهوار رسالو جاري ڪيو هئائين، جنهن جو پاڻ ايڊيٽر بہ ٿي رهيو. اُن ۾ وقت جي وڏن عالمن، اديبن ۽ شاعرن جا مذهبي، تاريخي ۽ معلوماتي مضمون ۽ شعر ڇپجندا رهندا هئا. اُن رسالي ۾ خود شاهه صاحب جا پنهنجا بہ ڪيترائي مضمون شايع ٿيا. سيد ويڏل شاهه هن رسالي جي ذريعي سنڌي زبان ۽ ادب جي وڏي خدمت ڪئي آهي. هي رسالو امر پرنٽنگ پريس سکر مان ڇپجي روهڙي مان پڌرو ڪيو ويندو هو. شروع ۾ رسالي جو ايڊيٽر ٽنڊي آغا جو نامور عالم ميرزا مدد علي بيگ مدد هو. 1927ع جي آخر ۾ بند ٿي ويو. سندس ڪيترائي معلوماتي، تاريخي ۽ مذهبي مضمون لکيل آهن.

سيد ويڏل شاهه 74 ورهين جي ڄمار ۾ 14 رمضان المبارڪ 1365هه مطابق 12 آگسٽ 1946ع تي وفات ڪئي، کيس سکر پراڻي ۾ اباڻي قبرستان ويڏل شاهه جي مقام ۾ دفن ڪيو ويو.

**سيد يار محمد شاهه** (اداڪار): سيد يار محمد شاهه ولد سيد مهدي شاهه جيئنده پوٽا گهراڻي ۾، 1946ع ۾ مٽياريءَ ۾ پيدا ٿيو.



تعليمي حوالي سان سنڌ يونيورسٽيءَ مان ايم. اي پوليٽيڪل سائنس جي ڊگري ۽ سنڌ لا ڪاليج حيدرآباد مان وڪالت جي ڊگري حاصل ڪيائين. تعليم کان فارغ ٿيڻ کانپوءِ ڪلارڪ طور نوڪري ڪيائين، تنهن کانپوءِ وڪالت شروع ڪيائين. هن نوجوانيءَ کان ئي اسٽيج پروگرامن ذريعي اداڪاريءَ جي ميدان ۾ پير رکيو ۽ ڪلچرل سوسائٽيءَ جو بنياد وڌائين. جنهن جي پليٽفارم تان ڪافي اسٽيج پروگرام ٿيا، جن ۾: نڳيءَ جو ناهه، اڄ تہ خبر پوي، واهه سائين واهه، ڏڪايل دلين، شادي تعدي، آذان ۽ آهہ- جهڙا ڊراما ڪافي مقبول ويا.

سيد يار محمد شاهه اسٽيج ڊرامن کانپوءِ ٽي. ويءَ تي پروگرام ڪيا، جن ۾ مشهور مزاحيہ سنڌي پروگرام 'ڇهچٽو' ۽ 'رس چس' اداڪاريءَ جي حوالي سان سنڌ سطح تي سندس شهرت جا باعث بڻيا. انهن پروگرامن جا اڪثر خاڪا بہ سيد يار محمد شاهه جا لکيل هوندا هئا. پي. ٽي. وي تي ڪيترا سنڌي، اردو ڊراما بہ ڪيائين، جن ۾ دل جي دنيا، شڪست، جنگل، برزخ، ڪاروان، انتها، لبيڪ، انگاري شامل آهن. يار محمد شاهه اداڪار طور سڄي ملڪ ۾ ڪافي شهرت رکي ٿو کيس سندس فني خدمتن جي مڃتا طور پي. ٽي. وي اوارڊ ڏنو ويو ان کانسواءِ هن سنڌي ٽي.وي چينلن: ڪي. ٽي. اين، سنڌ ٽي. وي وغيره تي بہ ڪيترا پروگرام ڪيا. اسٽيج ۽ ٽي. ويءَ کانسواءِ فلمن ۾ بہ ڪم ڪيو. جن ۾ 'سب کي باپ' نالي فلم ۾ محسن خان، معين اختر ۽ انيتا ايوب سان گڏ ولين جو مک ڪردار ادا ڪيائين. ان کانسواءِ هن ڊاڙيل محب شيديءَ تي فلم ٺاهي. اردو فلم 'عقابون کي نشيمن' ۽ سنڌي فلمن 'علي گوهر'، 'پرو چانڊيو' ۽ 'سهڻا سائين' ۾ بہ پنهنجي فن جو بهترين مظاهرو ڪيو.

سيد يار محمد شاهه، 'پاڪستان فلم پروڊيوسرز ائسوسيئيشن جو بہ پيرا مرڪزي صدر بہ چونڊيو ويو. هڪ ڀيرو 1997-1998ع ۾، ٻيو ڀيرو 2000-2001ع ۾، کيس ان تنظيم جو ٻهريون سنڌي صدر هجڻ جو اعزاز حاصل آهي. هيءَ تنظيم پاڪستان سطح تي قائم آهي.

ادبي حوالي سان بہ سيد يار محمد شاهه ڪافي مشهور آهي. هن لکڻ جي شروعات 'آفتاب' اخبار ۾ 'واهه سائين واهه' جي سري هيٺ ڪالم لکڻ سان ڪئي. ان کانسواءِ 'برسات' اخبار ۾ 'چيڪ پوسٽ' نالي سان سلسليوار ڪالم لکيا، جيڪي ڪافي مقبول ٿيا. سندس هڪ ڊرامو 'قاتل ڪير' ڪتابي صورت ۾ شايع ٿي چڪو آهي. ان کانسواءِ ٻين رسالن ۾ سندس ڪهاڻيون ڇپيون آهن. سهڻي رسالي جو مستقل ليکڪ رهيو آهي. ڪاوش اخبار ۾ 'گلڻ جا گفتا' نالي ڪالم لکيائين. اخبارن ۾ هاڻي بہ سندس ڪالم ڇپجندا رهن ٿا.

سندس شايع ٿيل ڪتابن ۾: (1) 'سنڌي فلمن جو تاريخي سفر'، (2) 'جهونو جوڳي' ۽ (3) 'گلڻ جا گفتا' پڌرا ٿي چڪا آهن.

**سيده بيگم**: سنڌ جي سدا حيات شاعر شاهه عبداللطيف ڀٽائيءَ جي جيون ساٿڻ، بيبي سيده بيگم جو والد مرزا مغل بيگ هو. جيڪو شاهه حبيب جو عقيدتمند ۽ مريد هو ۽ بيماري سيماريءَ ۾ کانئس دعا ڦيٽو ڪرائيندو هو. راويت آهي تہ هڪ ڀيري ڀيءُ جي بيماريءَ سبب سندس حڪم تي شاهه لطيف دعا لاءِ مرزا مغل بيگ جي گهر ويو. سندس ڌيءَ بيبي سيده بيگم بيمار هئي. شاهه جيئن ئي سندس نبض ڏسڻ لاءِ يا دعا لاءِ سندس هٿ جهليو تہ بي ساخته چئي وينو 'جنهن جي چيچ سيد هٿ ۾، تنهن کي لهر نہ ڪو لوڏو' ۽ سندس دل ۾ سيده بيگم جي محبت مچ مچائي ڇڏيو.

ڪي عالم ان واقعي کي قبول نہ ٿا ڪن. روايتون مرزا مغل بيگ جي ڪاوڙ، سيدن سان مخالفت ۽ دل ذات جي ماڻهن هٿان جهيڙي ۾ سندس مارجڻ بابت ملن ٿيون. چون ٿا تہ جڏهن مرزا مغل مارجي ويو تہ ڪنهن سندس وفات جي قطع تاريخ ۾ سندس گلا ڪئي، ان تي شاهه صاحب في البديهہ وراڻيو، 'يک مغل بهہ بود' ('هو هڪ بهتر مغل هو) مادو ڪڍيو ويو تہ مغل بيگ جي قتل واري تاريخ نڪتي. مغل بيگ جي وفات کان پوءِ سيدن خاندان جي عورتن، شاهه صاحب جي سيده بيگم سان شادي ڪرائي. شاهه صاحب سان شاديءَ کانپوءِ سيده بيگم کي مريدن 'تاج المخدرات' (پرديدار عورتن جو تاج) جو لقب ڏنو. سندس اعليٰ ڪردار جو تاريخن ۾ ذڪر ملي ٿو. سندس حوالي سان محققن لکيو آهي تہ هوءَ هڪ پرهيزگار ۽ سگهڙ عورت هئي، منجهس وڏائي بنهہ ڪانہ هئي. هوءَ پنهنجي گهر جو ڪم پنهنجي هٿن سان ڪندي هئي.

سيده بيگم سان منسوب هڪ روايت آهي ته شاديءَ کانپوءِ بيبي صاحبه اميد سان ٿي ۽ پلي ڪائڻ جي خواهش ظاهر ڪيائين. جنهن لاءِ شاهه صاحب جو هڪ فقير ڊوڙندو پئي ويو ته شاهه صاحب ڪانئس سبب پڇيو. جواب معلوم ٿيڻ تي پاڻ چيائين ته: ”اهڙو اولاد مون کي نه گهرجي، جيڪو اجا ڄائو ئي ڪونهي ته منهنجن فقيرن کي ڊوڙائيندو وتي ۽ ڄمندو ته الائي ڇا ڪندو!“ چون ٿا ته بيبي سيده بيگم جو اهو ٻار پيٽ ۾ ئي سُڪي ويو. سيده بيگم، شاهه لطيف جي زندگيءَ ۾ ئي وفات ڪئي.

**سيده سڪينه ؑ** (ڪتاب): هي ڪتاب امام حسين عليه السلام جي معصوم نياڻي بيبي سڪينه ع جي زندگيءَ تي لکيل آهي، جنهن ۾ بيبي صاحبه جا فضائل ۽ مصائب شامل آهن. هي ڪتاب ناميارو ليکڪ علامه فروغ ڪاظميءَ جو لکيل آهي، جنهن جو سنڌي ترجمو ’مشتاق مسرور‘ باريچي ڪيو آهي. مصنف هن ڪتاب کي ڇهن بابن ۾ ورهايو آهي. پهرئين باب ۾: بيبي سڪينه ؑ جي والده بيبي رباب ؑ جو نسب، سيرت ۽ ڪردار حضرت سڪينه جي ولادت، پيءُ ۽ ڌيءَ جي محبت، يزيد جي تخت نشيني ۽ بيعت جي گهُر- جهڙا موضوع شامل آهن. ڪتاب جي ٻئي باب ۾: سيده سڪينه ع مڪي کان ڪربلا تائين، ٻارن جي اُڃ، برير همدانيءَ جو ساراهه جوڳو قدم، ذوالحج جو اڇڻ ۽ حضرت سڪينه ع جو روئڻ، شام غريبان، مقتل ۾ ڪهرام جهڙا مضمون شامل آهن. باب ٽيون: بيبي سڪينه ؑ جو ڪوفي ڏانهن سفر، سيده سڪينه ؑ کان دعا جي خواهش، ڪوفي جي حالت، ابن زياد جي دربار، ڪوفي جي قيدخاني جي حالت جي باري ۾ ڪتاب جي آخري باب ۾ ڪوفي کان شام تائين جي سفر جون حالتون ۽ واقعا شامل آهن.




ڊيمي سائيز جي چار رنگي ٽائٽل سان 135 صفحن تي مشتمل هن ڪتاب جو پهريون ڇاپو 2011ع ۾ اسد بڪ ڊيپو قدم گاهه مولا علي، حيدرآباد ڇپائي پڌرو ڪيو آهي، جنهن جي قيمت 120 روپيا آهي.

**سيده شهلا رضا**: سنڌ اسيمبليءَ جي موجوده ڊپٽي اسپيڪر ۽ پيپلز پارٽيءَ جي اڳواڻ، سيده شهلا رضا، 15 مئي 1964ع تي ڪراچيءَ ۾ سيد محسن رضا زيديءَ جي گهر ۾ جنم ورتو. هن ابتدائي تعليم ڪراچيءَ مان حاصل ڪئي. ميٽرڪ گورنمينٽ هاءِ اسڪول حيدرآباد مان ۽ انٽرميڊيئيٽ گورنمينٽ ڪاليج خيرپور مان ڪرڻ کانپوءِ هن گريجوئيشن ۽ پوسٽ



گريجوئيشن سائيڪالوجيءَ ۾، ڪراچي يونيورسٽيءَ مان ڪئي. ان ئي يونيورسٽيءَ کان هن 1986ع ۾، پيپلز پارٽيءَ جي ذيلي تنظيم پيپلز اسٽوڊنٽس فيڊريشن (PSF) جي پليٽفارم تان پنهنجي سياسي ڪيرئير جي شروعات ڪئي. اهو جنرل ضياء الحق جي مارشل لا جو ڪارو دؤر هو جڏهن سياست ۾ خاص ڪري مزاحمتي سياست، نوجوانن لاءِ رومانس بڻجي وئي هئي.

شهلا رضا سياسي ميدان ۾ پير پائڻ جي ٽن سالن ڪانپوءِ پي. ايس. ايف ڪراچيءَ جي جوائنٽ سيڪريٽري منتخب ٿي. اهڙيءَ ريت ترقي ڪري 2005ع ۾ هوءَ ڪراچي ڊويزن پ پ عورت ونگ جي جنرل سيڪريٽري بڻي.

نوازشريف جي شروعاتي دؤر ۾ شهلا رضا ڪجهه ڪوڙن ڪيسن ۾ گرفتار ڪئي وئي. مٿس ٻٽي قتل ۽ هٿيار سپلاءِ ڪرڻ جا ڪيس داخل ڪري ڪيس ڪراچيءَ جي گوليمار علائقي مان گرفتار ڪيو ويو. هوءَ 24 ڏينهن تائين سي. آءِ ڊي سينٽر ڪراچيءَ ۾ رهي، جتي مٿس بيرحميءَ سان تشدد ڪيو ويو. سيده شهلا رضا کي ٻيو ڀيرو ڪراچي يونيورسٽيءَ جي ٻن ملازمن جي قتل جي ڪوڙي ڪيس ۾ گرفتار ڪيو ويو هو جنهن ڪيس ۾ به هوءَ ڇهن مهينن تائين جيل ۾ رهي.

شهلا رضا، 2008ع ۾ عورتن جي مخصوص سيٽ تي پيپلز پارٽيءَ پاران سنڌ اسيمبليءَ جي ميمبر چونڊي وئي، جنهن ڪانپوءِ 7 اپريل 2008ع تي هوءَ بنا مقابلي سنڌ اسيمبليءَ جي ڊپٽي اسپيڪر چونڊي وئي، جڏهن ته ان وقت نثار کهڙو سنڌ اسيمبليءَ جو اسپيڪر ٿيو هو. شهلا رضا ڪامنويلٿ پارليامينٽري ايسوسيئيشن سنڌ برانچ جي نائب صدر پڻ رهي چڪي آهي.

شهلا رضا جي شادي، 1991ع ۾ غلام قادر نالي هڪ شخص سان ٿي ۽ کيس 1992ع ۾ هڪ ڌيءَ ۽ 1994ع ۾ هڪ پٽ ڄائو. جيڪي ٻئي ٻارڙا 2005ع ۾ هڪ خوفناڪ حادثي ۾ گذاري ويا.

شهلا رضا وارا پاڻ ۾ پنج ڀائر ۽ ڀينر آهن. جن مان هيءَ چوٿين نمبر تي آهي. سنڌس هڪ ڀاءُ ڊي. جي سنڌ ڪاليج ۾ پروفيسر ۽ ٻيو ڊاڪٽر آهي، جيڪو آسٽريليا ۾ رهي ٿو هن جي هڪ ڀيڻ شارجا ۾ رهي ٿي، باقي ڪراچيءَ ۾ رهن ٿيون.

شهلا رضا هميشه جرئتمنديءَ سان سياست ڪئي آهي. هن ڪراچي ۽ ملڪ جي حالتن تي هميشه بيباڪ موقف پئي رکيو آهي. شهلا رضا دهشتگردن جي هٽ لسٽ تي پڻ رهي آهي.

شهلا رضا، تازو 2013ع جي صوبائي چونڊن دوران هڪ ڀيرو ٻيهر عورتن جي مخصوص سيٽ تي چونڊجي آئي ۽ 30 مئي 2013ع تي ٻيو ڀيرو 86 ووٽ کڻي سنڌ اسيمبليءَ جي ڊپٽي اسپيڪر چونڊجي آئي آهي.

**سيده نفيسہ شاهہ:** ناليوارِي سياستدان، صحافي، سماجي اڳواڻ خيرپور جي اڳوڻي ضلعي ناظم، ڊاڪٽر سيده نفيسہ شاهہ، 20 جنوري 1968ع تي جنم ورتو. سيده نفيسہ شاهہ سينيئر سياستدان ۽ سنڌ جي موجوده وڏي وزير سيد قائم علي شاهہ جي نياڻي آهي. شروعاتي تعليم سينٽ جوزف ڪانوينٽ اسڪول مان او ليول ۽ ڪراچي گرامر اسڪول مان اي ليول جا امتحان پاس ڪيا. گرئجوئيشن آرٽس ۾ جرمن يونيورسٽيءَ مان ڪيائين. جڏهن تہ ماسٽرس آڪسفورڊ يونيورسٽيءَ مان سوشل اينڊ ڪلچرل اينٿروپالاجيءَ ۾ ڪيائين. ڏهن سالن جي تحقيق ڪانپوءِ هن ساڳيءَ يونيورسٽيءَ مان Honour Violence, Law and Power: A case study of Karokari in Upper Sindh جي موضوع تي 2010ع ۾ پي. ايچ ڊي ڪئي. سندس اها ٿيسز هن وقت ڪتابي صورت ۾ ڇپائيءَ هيٺ آهي.



سيده نفيسہ شاهہ کي سياسي ماحول گهر ۾ ئي مليو. ان ڪري سياست سان سندس دلچسپي ننڍپڻ کان رهي. هوءَ پنهنجي والد سيد قائم علي شاهہ جي اليڪشن مهم ۾ حصو وٺندي رهي. 2001ع جي مڪاني چونڊن ۾ هوءَ ضلعي ناظم چونڊجي، جنهن دوران هن خيرپور جي ضلعي ۾ رڪارڊ ترقياتي ڪم ڪرايا. سندس شمار بهترين ناظمن ۾ ٿئي ٿو هوءَ 2008ع وارين چونڊن ۾ پيپلز پارٽيءَ طرفان عورتن جي مخصوص سيٽ تي قومي اسيمبليءَ جي ميمبر بڻي. جتي پارليامينٽري اسٽينڊنگ ڪميٽي جي ميمبر رهي.

سيده نفيسہ شاهہ سٺي صحافي ۽ تجزيانگار پڻ رهي آهي. هن جا ماحوليات، جٽادار ترقي (Sustainable Development) ۽ صنفي مسئلن (Gender Issues) تي انگريزي اخبار 'دي نيوز'، رسالي 'هيرالڊ'، نيوز لائين ڪانسواءِ ٻاهرين ملڪن جي نامور اخبارن ۽ مخزنن ۾ مضمون ڇپجندا رهيا آهن. ان ڪانسواءِ هوءَ مقامي انگريزي، اردو ۽ سنڌي ٽي. وي چئنلن ڪانسواءِ بي. بي. سي ۽ سي. اين. اين وغيره تي سياسي ۽ سماجي پروگرامن ۾ مهمان ۽ مبصر جي حيثيت ۾ شرڪت ڪندي رهي آهي.

کيس اي. پي. اين. ايس طرفان 1993ع ۾ 'بهترين ليک' (Best Article) جو اوارڊ ملڻ سان گڏ کيس ٻيا بہ ڪيترا اوارڊ ملي چڪا آهن. جن ۾ ورلڊ اڪانامڪ فورم طرفان 2005ع ۾ 'ينگ گلوبل اوارڊ'، اقوام متحده طرفان 1993ع ۾ 'گلوبل رول آف آنر اوارڊ'، رسالي نيوز ويڪ طرفان 2011ع ۾ کيس 'پاڪستان جي 100 نمايان عورتن' جي فهرست ۾ شمار ڪيو ويو اهڙيءَ ريت نفيسہ شاهہ کي 2005ع ۾ امن جي نوبل انعام لاءِ بہ نامزد ڪيو ويو هو.

سيده نفيسہ شاهہ، انساني حقن جي عورت اڳواڻ طور ملڪ ۾ وڏي مقبوليت رکي ٿي. هوءَ نيشنل ڪميشن فار هيومن ڊولپمينٽ (N.C.H.D) جي پليٽفارم تان تعليم، ثقافتي هنرن سميت ٻوڏ متاثرن جي ڀلاح بهبود لاءِ وڏو ڪم ڪندي رهي آهي. ان ڏس ۾ هن ڪيترا اسڪول، بالغان جي تعليم جا مرڪز ۽ ووڪيشنل انسٽيٽيوٽ قائم ڪرايا آهن. هوءَ هن وقت پاڪستان جي قومي اسيمبليءَ جي ميمبر آهي.

**سيدي علي رئيس:** مشهور جهازران ۽ سياح سيدي علي رئيس جو خاندان درياهي جهازرانيءَ جو اڳواڻ ۽ ان فن ۾ وڏي مهارت رکندڙ هو. هن جي والد جو نالو سيدي حسين رئيس هو هي عثماني خليفي سليمان ثانيءَ جي دؤر ۾، 1553ع ۾ ترڪيءَ جي بحريہ ۾ شامل ٿيو عدن ۽ مسقط جي ساموندي ڪنارن تي پرتگالي جهازن جي موجودگيءَ جو ٻڌي، سلطان سليمان پيري بڪ جي ڪمان ۾ بحري ٻيڙا موڪليا. ان بعد قسطنطنيہ مان مراد بڪ کي مسقط موڪليو ويو ليڪن هرمز وٽ پرتگالي ٻيڙن جي حملن ۾ ترڪ ٻيڙا ناس ٿي ويا. جڏهن هيءَ خبر ترڪ دارالخلافہ پهتي، تڏهن وڏي ڳڻتي پيدا ٿي. مصر ۾ موجود ترڪ ٻيڙي جي ڪمان سيدي علي رئيس جي حوالي ڪندي، کيس حڪم ڏنو ويو تہ هو جلد از جلد ٻيڙي جي سرواڻي ڪري. ان پس منظر ۾ هي صاحب ڊسمبر 1553ع ۾ حلب مان روانو ٿيو ۽ فبروري 1554ع ۾ بصري پهچي ويو. ٻيڙي جي مرمت ڪرائي بصرو ڇڏي چاليهن ڏينهن جي سفر ڪانپوءِ جاوا پهتو. جاوا جي ڪناري سان پورچوگيزن جي ٻيڙي سان هن جو تصادم ٿيو زبردست جنگ لڳي، جنهن ۾ سيدي علي رئيس فاتح ٿيو. هو بعد ۾ مسقط پهتو جتي وري بہ پورچوگيزن سان سندس ٽڪر ٿيو. ٻنهي ڌرين جو گهڻو نقصان ٿيو آوارگيءَ جي حالت ۾ ترڪي ٻيڙو مسقط، گوادر ۽ شاربار (ايران) جي وچ ۾ ڀٽڪندو رهيو گوادر کان يمن ويندي ان کي ناموافق آبهوا سان منهن ڏيڻو پيو ان ريت اهو سندس ٻيڙو ٿيڙ کائيندو پرتگالي هيٺ ڊيو (Dev) پهتو ترڪ ٻيڙو پوءِ گجرات جي ڪناري تي پهتو جتي پهچندي هڪ ڪُن ۾ ڦاسي پيو جنهن ۾ سندن ڪيئي جهاز غرق ٿي ويا. ان بعد ٽٽي ڀڳي ٻيڙي وري هڪ ٻئي پرتگالي بندر دَمن تي پهتا. چوماسو شروع ٿي چڪو هو جنهنڪري ترڪ ٻيڙو ان جي گهيري ۾ اچي ويو ٻيو ڪوچارو نہ ڏسي سيدي علي رئيس پنهنجو سمورو سامان، دمن جي حاڪم ملڪ اسد کي ڏئي بصري پهتو ۽ پوءِ سورت بندر آيو گجرات جي هن شهر ۾ پهتو تہ مسلمان سندس وڏو آڌرڀاءُ ڪيو ماڻهن کيس چيو تہ اسان گهڻي وقت کان عثماني ٻيڙي جي انتظار ۾ هئاسين تہ جيئن اهو اسان کي ڪافرن (پورچوگيزن) کان نجات ڏياري. سلطنت گجرات ۾ ان وقت سياسي انتشار هو سلطان احمد ثالث (1554ع-1561ع) ننڍيءَ عمر ۾ حاڪم بڻيو هو سندس وزير ناصرالملڪ بغاوت ڪري، پورچوگيزن کان مدد وٺي پنهنجي حڪومت ناهڻ جي چڪر ۾ هو ٻئي طرف سلطان احمد هن ڏس ۾ سيدي علي رئيس کان مدد گهري. ناصرالملڪ ڪوشش ڪئي تہ ڪنهن ريت سيدي عليءَ کي قتل ڪرائجي. اتفاق سان ناصرالملڪ ٿوري عرصي ۾ فوت ٿيو ان ڪري سلطان احمد جي مٿي جو سُور لهي ويو علي رئيس

جي ڪُڇ ماڻهن گجرات ۾ ملازمت ورتي. ڪي ماڻهو وري مختلف بهانن سان ڪانئس جدا ٿي ويا. ان پسمنظر ۾ علي رئيس هيڙي جي نئين تشڪيل جو ارادو ختم ڪيو. نومبر 1554ع ۾ گجرات کي خدا حافظ چئي بلوترا (جوڌپور) پهتو. جتان چمپانير، محمودآباد ۽ پوءِ احمدآباد آيو. گجرات جي تختگاهه احمد آباد ۾ هن سلطان احمد ۽ سندس وزير عمدة الملڪ سان ملاقات ڪئي. ڪجهه ڏينهن ڪانپوءِ موڪل وٺي، علي رئيس جنوري 1555ع ۾ سنڌ جي شهر پارڪر پهتو. سنڌ جا مختلف شهر ڏسندو هُو ٺٽي پهتو. سنڌ ڪانپوءِ هندستان، افغانستان، خراسان، فارس ۽ آذربائيجان کان ٿيندو 1557ع ۾ بغداد پهتو. هتان کان ترڪيءَ جي گاديءَ جي هنڌ قسطنطنيه آيو. جتي سلطاني ملازمت ڪندي 1574ع ۾ وفات ڪيائين. سيدي علي رئيس ترڪي ٻوليءَ ۾ چار ڪتاب لکيا، جن مان هڪ ڪتاب 'مرأت الممالڪ' نالي سان آهي. هي هڪ سفرنامو آهي، جنهن ۾ مصنف پنهنجي زندگيءَ جي چئن سالن (1553ع-1556ع) جي تجربن ۽ سير سفر جو احوال لکيو آهي.




هن هي ڪتاب 1556ع ۾ لکي سلطان سليمان کي پيش ڪيو هو. ترڪ حاڪم کيس هي ڪتاب لکڻ تي گهڻا انعام اڪرام ڏنا. هي ڪتاب ترڪيءَ کان سواءِ ترجمي جي صورت ۾ دنيا جي ڪُڇ ٻولين ۾ پڻ ڇپجي چڪو آهي. هن ڪتاب ۾ 15 باب آهن. باب ستين ۾ سنڌ جو ذڪر آهي، جڏهن ته باب اٺون هندستان جي باري ۾ آهي.

سيدي علي رئيس سنڌ ۾ پنج مهينا ۽ پنج ڏينهن (20 ربيع الاول کان 15 شعبان 962هه تائين) رهيو. جيڪو عيسوي حساب سان سن 1555ع ٿئي ٿو. علي رئيس سنڌ بابت لکيل پنهنجي باب ۾ ڪافي دلچسپ ۽ ڪي قدر بنهه نئين معلومات ڏني آهي. اهڙي ڄاڻ اُن دؤر ۾ سنڌ بابت لکيل ڪتابن ۾ به نه ٿي ملي. علي رئيس جي سفرنامي ۾ سنڌ جي مکيه شهرن پارڪر، وڳهه ڪوٽ، ڪلان ڪوٽ (نصرت آباد)، ٺٽي، نصرپور، جوڻ، فتح باغ، سيوهڻ ۽ بکر توڙي اُچ جو احوال ملي ٿو. سيد علي رئيس جڏهن ٺٽي پهتو هو. تڏهن مرزا عيسيٰ ۽ شاهه حسن ارغون ۾ ويڙهه هلندڙ هئي. سموري خون خرابيءَ جو سيدي علي رئيس اکين ڏٺو شاهد هو. سنڌ اندر امن امان جي خراب حالتن ۽ مختلف قبيلن جي باري ۾ پڻ هي سفرنامو مواد فراهم ڪري ٿو. ٺٽي ۾ رهندي هن ترڪ سياح، حاڪمن ۽ اميرن کان سواءِ عالمن ۽ استادن سان به ملاقاتون ڪيون. ان ڏس ۾ هو شيخ عبدالوهاب پورانيءَ سان پنهنجي ملاقات جو ذڪر ڪري ٿو. شيخ ميرڪ محمود ٺٽي جو شيخ الاسلام انهن ڏينهن ۾ (962هه) فوت ٿيو هو. گمان غالب آهي ته هو دُعا لاءِ سندس پاٽئي ميرڪ عبدالوهاب سان مليو هجي. هن ترڪ سياح، مڪليءَ جو سير به ڪيو، جتي شيخ حماد جمالي ۽ ميرڪ محمود جي مزارن تي به ويو. شاهه حسن ارغون جي وفات ۽ مرزا عيسيٰ ترخان جو حاڪم ٿيڻ، اهي واقعا سندس اکين آڏو ٿيا هئا. مرزا عيسيٰ جي پٽ مرزا صالح سان به هن جي ملاقات ٿي هئي. هي بکر ۾ سلطان محمود جو مهمان ٿيو ۽ پوءِ اچ کان ٿيندو هندستان هليو ويو. سيدي علي رئيس واحد مصنف آهي، جنهن لکيو آهي ته مرزا شاهه حسن ارغون کي سندس زال حاجي بيگم زهر ڏئي مارايو هو. حاجي بيگم اڳتي هلي مرزا عيسيٰ ترخان سان شادي ڪئي. هي معلومات ان دؤر جي ڪنهن به سنڌي مؤرخ نه ڏني آهي.

اين. ايم. بليموريا، سنڌ جو پهريون اسڪالر آهي، جنهن 'مرأت الممالڪ' جو مطالعو ڪيو ۽ ان ۾ سنڌ بابت ڏنل مواد جي اپٽار ڪئي (حوالو: جرنل آف دي سنڌ هسٽاريڪل سوسائٽي، مارچ 1937ع). ان بعد سنڌ جي ممتاز مؤرخ پير حسام الدين راشديءَ، سيدي علي رئيس، سندس ڪتاب ۽ ان ۾ سنڌ بابت ڏنل مواد کي، بهتر انداز سان هڪ مضمون جي صورت ۾ پيش ڪيو. راشدي مرحوم جو اهو مضمون رسالي 'مهراڻ' (نمبر 1، سال 1971ع) ۾ 'ڏهين صدي هجريءَ جي سنڌ' عنوان سان ڇپيو هو. بعد ۾ هي مضمون راشدي صاحب جي ڪتاب 'ڳالهيون ڳوٺ وڻن جون' ۾ به شامل ڪيو ويو. هي ڪتاب انجمن تاريخ سنڌ، ڪراچي، سال 1981ع ۾ شايع ڪيو.

**سيڊا** (سنڌ اريگيشن اينڊ ڊرينيج اٿارٽي): هيءَ خودمختيار تنظيم (ڪارپوريشن)، سنڌ اريگيشن اينڊ پاور ڊپارٽمنٽ جي هٿ هيٺ، 1997ع ۾ قائم ٿي. سيڊا جي ذميوارين ۾ بئراجن مان واهن کي پاڻيءَ جي فراهمي، ايريا واٽر بورڊس ۽ آبادگار تنظيمن کان پاڻي استعمال ڪرڻ تي اوڳاڙي ڪرڻ، آبپاشي نظام جي سڌارن ۽ ٻوڏ وغيره جي صورتحال کي منهن ڏيڻ لاءِ تعميري ڪم ڪرائڻ وغيره شامل آهي.




هن وقت ٻه مکيه رٿائون: (1) واٽر سيڪٽر امپروومنٽ پراجيڪٽ (WSIP). (2) ڪيش/فوڊ فار ورڪ پراجيڪٽ سيڊا جي انتظام هيٺ جاري آهن. WSIP رٿا، ورلڊ بئنڪ جي مالي سهڪار سان جاري آهي، جنهن جو تخمينو 175 ملين آمريڪي ڊالر لڳايو ويو آهي. هن رٿا جو مقصد سنڌ جي ٽنهي ايريا واٽربورڊس (AWBs) ۾ پاڻيءَ جي موثر طريقي سان فراهمي آهي. اهي واٽر بورڊ:

(1) گهوٽڪي فيڊر ايريا واٽر بورڊ، (2) نارا ڪئنال ايريا واٽر بورڊ، (3) ليفٽ بئنڪ ڪئنال ايريا واٽر بورڊ آهن. جيڪي سنڌ جي ڪجهه ضلعن: گهوٽڪي، سکر، خيرپور، سانگهڙ، ميرپورخاص، عمرڪوٽ، ٽنڊي محمد خان، حيدرآباد ۽ بدين جي علائقن کي پاڻي فراهم ڪن ٿا.

(WSIP) رٿا جا مکيه مقصد هي آهن:

(i) سنڌ جي 7 مکيه ڪئنالن، 28 شاخن ۽ 173 ننڍين شاخن جي بحالي ۽ سڌارا ڪرڻ.

(ii) 2 لک هيڪٽر آباد زمينن ۾ ڊرينيج جا سڌارا ڪرڻ.

(iii) گڊو ۽ سکر بئراجن بابت تفصيلي فزيبلٽي رپورٽون تيار ڪرڻ.

(iv) انڊس ڊيلٽا ۽ ڪوسٽل زون جي تحفظ لاءِ سنڌو درياهه جي کاٻي ڪپ ۽ ايل.بي.او.ڊي تي ٻوڏ ۽ ڊرينيج جي مسئلن کي منهن ڏيڻ لاءِ ماسٽر پلان جوڙڻ.

(v) سيڊا، ايريا واٽر بورڊس ۽ آبادگار تنظيمن جي تنظيمي مضبوطي ۽ بهتريءَ لاءِ عملي ڪوششون ڪرڻ.

رٿا جي سموري انتظام، رابطيڪاري ۽ نگرانيءَ جو ڪم رٿابنديءَ ۽ ترقيءَ وارو کاتو ڪري ٿو. جڏهن ته سيڊا ان رٿا تحت ايريا واٽر بورڊس، آبپاشي کاتي ۽ آبادگار تنظيم جي سهڪار سان عملي ڪم ڪري ٿي.

**ڪيش/ فوڊ فار ورڪ پراجيڪٽ:** هن رٿا جي ضرورت 2011ع ۾ ٿيل شديد برساتن بعد پيش آئي. انهن تيز برساتن سبب سنڌ صوبي جي 16 مختلف ضلعن جا ماڻهو متاثر ٿيا هئا. اهو تعداد صوبي جي 25 سيڪڙو آباديءَ تي مشتمل هو. برسات سبب 361000 گهر ڍهي پيا ۽ ان کان وڌيڪ گهرن کي جزوي نقصان پهتو. متاثر ماڻهو ٻارين ٻچين عارضي ڪئمپن ۾ رهڻ تي مجبور ٿيا ۽ ڪاڏي جي ڪوٽ پڙ ٿي. صوبي جو 36 سيڪڙو چوپايو مال به متاثر ٿيو. انهن ۾ ٽنڊو محمد خان، بدين، ميرپورخاص، سانگهڙ ۽ عمرڪوٽ ضلعا شديد متاثر ٿيا، جتي آبپاشي ۽ ڊرينيج جو نظام تباهه ٿيو.

اهڙي صورتحال ۾ سيڊا، ورلڊ فوڊ پروگرام جي سهڪار سان 'ڪيش/فوڊ فار ورڪ پراجيڪٽ' متعارف ڪيو. جنهن تحت برسات متاثرن کي روزگار جا موقعا فراهم ڪندي انهن جي مدد سان ٽئي آبپاشي ۽ نيڪال واري نظام جي بحالي لاءِ ڪم شروع ڪيو. مقامي ماڻهن جيڪي به محنت پئي ڪئي ان عيوض کين معاوضو ۽ ڪاڌو ڏنو ويو. هن رٿا تحت 6 مهينن جي عرصي لاءِ ليبر مقرر ڪري هر ضلعي جي 60 ميل ۽ ڪل 300 ملين تي مشتمل ايراضيءَ تي تباهه ٿيل شاخن جي مرمت ٿي. هزارين خاندان پوءِ زمينون آباد ڪرڻ لڳا.

سيڊا ۾ قائم ڪيل مختلف شاخون هن ريت آهن:

(1) **ايڊمنسٽريشن ونگ:** سمورا انتظامي مامرا سنڀالڻ لاءِ هن شاخ جو سربراهه، سيڊا جو سيڪريٽري خرم عزيز شيخ مقرر ٿيل آهي. جنهن قابليت سان سيڊا جي انتظامي ڪارونهوار کي وڌيڪ بهتر بڻايو آهي. سندس غير موجودگيءَ ۾ سينئر مينيجر بطور سيڪريٽري انتظام سنڀاليندو آهي. ايڊمنسٽريشن ونگ جي مکيه ذميوارين ۾ سيڊا جي سمورين شاخن جي رهنمائي ڪرڻ. قاعدن ۽ ضابطن تحت ملازمن جي مقرري، ترقي ۽ برطرفيءَ جا فيصلا ڪرڻ ۽ ٻيا قانوني معاملا سنڀالڻ شامل آهن.

(2) **آپريشن ونگ:** هيءَ شاخ جنرل مينجر (آپريشنز) جي سربراهي ۾ قائم آهي. جنهن تحت آبپاشي، ڊرينيج ۽ ٻوڏ کان بچاءَ لاءِ سموريون سرگرميون عمل ۾ آنديون وڃن ٿيون. آپريشن ونگ ۾ ڊپٽي ڊائريڪٽر (انجنيئرنگ ان ڊرينيج اينڊ ڪيپيٽل ورڪس)، ڊپٽي ڊائريڪٽر (اريگيشن اينڊ فلڊ پروٽيڪشن) ۽ اسسٽنٽ ڊائريڪٽر مقرر آهن. جڏهن ته هڪ اسڪيم تحت پراجيڪٽ پلاننگ ڪنسلٽنٽ جي آسامي به متعارف ڪئي وئي آهي.

آپريشن ونگ جون ذميواريون 'سنڌ واٽر مينيجمنٽ آرڊيننس 2002 جي روشنيءَ ۾ وضع ٿيل آهن.

(3) **ٽرانزيشن ونگ:** هيءَ شاخ مسٽر نظير احمد ميمڻ (جنرل مينيجر ٽرانزيشن) جي سربراهيءَ ۾ ڪم ڪري ٿي. هن شاخ تحت ايريا واٽر بورڊس ۽ آبادگار تنظيمن جي ترقي، انهن جي مالي استحڪام لاءِ ڪوششون ونڻ ۽ ضروري تبديليون عمل ۾ آڻڻ. هن شاخ ۾ سوشل ڊيولپمنٽ اسپيشلسٽ مينيجر ڪميونيڪيشن ۽ مينيجر هيومن رسوس ڊولپمنٽ، جنرل مينيجر ٽرانزيشن جي نگرانيءَ ۾ مصروف عمل آهن.

(4) **فنانس ونگ:** مالي معاملن کي سنڀالڻ لاءِ قائم ڪيل هيءَ شاخ جنرل مينيجر فنانس، نعيم احمد ميمڻ جي نگرانيءَ ۾ ڪم ڪري پئي. هن شاخ جو مقصد مالي استحڪام لاءِ بامقصد هدايتون ڏيڻ آهي. آئي.ٽي اسپيشلسٽ ۽ پروڪيورمنٽ اسپيشلسٽ ۽ ٻيا ماهر فنانس ونگ جي معاونت ڪن ٿا.

هن وقت سيڊا جي مينيجنگ ڊائريڪٽر طور محمد احسان لغاري خدمتون سرانجام ڏئي رهيو آهي.

سيڊا ۾ آءِ.ٽي، پروڪيورمنٽ ۽ ايڊمن لاجسٽڪ شعبا پڻ قائم آهن. ان جي مرڪزي سيڪريٽريٽ حيدرآباد، ليفٽ بئنڪ، بئراج ڪالوني ۾ قائم آهي.

'سنڌ واٽر مينجمنٽ آرڊيننس 2004 (ترميم) تحت اريگيشن ۽ پاور ڊپارٽمينٽ جي وزير کي 'سيڊا' جي چيئرمين جا اختيار ڏنا ويا.

هن وقت به آبپاشي کاتي جو وزير سيڊا جو چيئرمين آهي.

**سيراج جي ٽڪري:** پروفيسر ڊاڪٽر عطا محمد حاميءَ پنهنجي ڪتاب 'خيرپور جي ميرن جو ادب، سياست ۽ ثقافت ۾ حصو' ۾ سيراج جي ٽڪريءَ جو احوال هن ريت لکي ٿو ته، "ڪوٽڏيجيءَ جي قلعي کان چئن ميلن جي مفاصلي تي اين شاهه جي سامهون سيراج جي ٽڪري آهي. اُتي جي ڏنارن مال چاريندي ٺڪر جون ڪجهه شيون لڌيون، جيڪي ڪافي آڳاٽي زماني جون هيون. انهن ڏنارن اهي شيون ان وقت جي خيرپور رياست جي حڪمران مير علي نواز خان ٽالپر کي ڏنيون. جن کي ڏسي مير علي نواز خان ان سيراج جي ٽڪريءَ جي کوٽائيءَ جو ڪم 1935ع ۾ پنهنجي نگرانيءَ ۾ شروع ڪرايو هو پر ان وقت آثار قديمه ۾ مهارت رکندڙ عملي جي ڪميءَ سبب اهو ڪم ڪنهن نتيجي نڪرڻ کان سواءِ بند ٿي ويو.

**سيراني، خواجه محڪم الدين:** خواجه محڪم الدين سيراني 1137ھ/ 1725ع پاڪ پتن کان 16 ڪلوميٽرن جي مفاصلي تي واقع ڳوٺ محب عليءَ ۾ ڪرل قبيلي ۾ پيدا ٿيو. سندس اصل نالو محمد عبدالله هو. روحاني فيض پنهنجي سئوٽ خواجه عبدالخالق کان ورتائين. جيڪو خواجه اويس قرنيءَ جي اويسي سلسلي جو هو. ٻارهن سالن جي عمر ۾ ابتدائي ديني تعليم حاصل ڪري پنهنجي مرشد سان گڏ دهليءَ روانو ٿيو. جتي پنهنجي تعليم مڪمل ڪيائين. ذڪر ۽ فڪر جي لحاظ کان پاڻ سلسله قادريه حنفيه جو مشتاق هو. سڄي زندگي اڪيلو رهيو ۽ شادي نه ڪيائين. سدائين سير ۽ سفر ۾ رهندو هو ۽ مرشد جي حڪم جي تعميل ڪندي ڪٿي به هڪ رات کان وڌيڪ نه ٽڪيو. ان ڪري ڪيس 'سيراني' ۽ 'صاحب السير' سڏجي ٿو. دنياوي شين کان پري رهڻ ڪري ڪيس 'سلطان التارڪين' به چيو ويندو آهي.

سنڌ، بلوچستان ۽ پنجاب ۾ سندس مجلسن ۾ سماع ٿيندو هو. سنڌ ۾ درگاهه مڪان شريف (تعلقي ٽنڊي الهيار) جي بزرگ مخدوم عبدالحميد ٻوڙائيءَ جي خدمت ۾ ڪجهه عرصو رهيو ۽ هڪ ڪرڙ جي وڻ هيٺان هڪ جهوپڙي ٺاهي ذڪر فڪر ۾ رهيو. ان جهوپڙيءَ واري هنڌ کي اڄا تائين 'خانقاهه' سڏيو وڃي ٿو. جيڪو پنجاب ۾ سندس درگاهه واري علائقي جو پڻ نالو آهي. ڪانياواڙ ۾ ڏوراجي بندر وٽ 6 ربيع الثاني 1197ھ/1782ع تي حافظ ڪوڪي نالي شخص ڪيس زهر ڏئي شهيد ڪيو. سندس عمر 60 سال هئي. ڏوراجي ۾ سندس شهادت جي جاءِ تي به سندس درگاهه قائم آهي. مزار خانقاه ضلعي بهاولپور ۾، سمه سٽه کان اوڀر طرف ٻن ميلن جي فاصلي تي آهي، جتي سندس عاليشان مقبرو ۽ درگاهه ٺهيل آهي، جتي هر سال 5 ربيع الثاني تي عرس ٿيندو آهي. موجوده گادي نشين ميان صلاح الدين اويسي آهي.

**سيرت الحيدر** (ڪتاب): هي ڪتاب محمد عثمان ڏيپلائيءَ جو خلافت راشده جي چوٿين خليفي حضرت علي ڪرم الله وجهه جي حياتيءَ ۽ سيرت تي سرجيل ڪتاب آهي. هن 48 صفحن تي مشتمل ڪتاب جي قيمت 0-8-0 آنا آهي. هي ڪتاب هاشمي پرنٽنگ پريس حيدرآباد ۾ 1947ع ۾ ڇپيو ۽ اسلاميه دارالاشاعت شايع ڪيو.

**سيرت الفاروق** رضي الله عنه (ڪتاب): هي ڪتاب محمد عثمان ڏيپلائيءَ جو خلافت راشده سلسلي جي ٻئي خليفي حضرت عمر فاروق رضي الله عنه جي حياتيءَ ۽ سيرت بابت سرجيل آهي. 20 صفحن تي مشتمل هن ڪتاب جي قيمت 0-6-0 آنا آهي، جنهن جو پهريون ايڊيشن 1947ع ۾ هاشمي پريس حيدرآباد ۾ ڇپيو. ٻيو ايڊيشن اسلاميه پرنٽنگ پريس، حيدرآباد ۾ 1950ع ۾ ڇپيو.

**سيرت النبي** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب فضل احمد غزنويءَ جو لکيل آهي. ڊيمي سائيز جو هي ڪتاب 486 صفحن تي مشتمل آهي. هن ڪتاب جي قيمت 10 روپيا آهي. هن ڪتاب جو پهريون ڇاپو 1945ع ۾ علي بخش محمد يوسف، آفتاب پرنٽنگ پريس، حيدرآباد مان ڇپائي پڌرو ڪيو ويو. هن ڪتاب جو ٻيو ڇاپو 1946ع ۾ شايع ٿيو.

**سيرت النبي**ﷺ (جلد ڇهون: ڪتاب): حضور اڪرم صلي الله عليه وسلم جي سيرت تي لکيل هي جامع ڪتاب، نامور ليکڪ علامه سيد سليمان ندويءَ لکيو آهي، جڏهن ته هن جو سنڌي ترجمو محمد نواز محزون ڪيو آهي. هي سيرت تي جامع ۽ ڪامل ڪتاب آهي. اسلام جا جيترا به شعبا ۽ پاڳا آهن ۽ جن جي اصولي ۽ بنيادي تعليم ڏنل آهي، سا هن ۾ بيان ٿيل آهي. اسلام جي بنيادي عقيدن ۽ عبادتن کان وٺي اسلام جي اجتماعي ۽ سياسي نظام جو بيان هن ۾ اچي وڃي ٿو.

هن ڪتاب ۾ سيرت نبوي ۽ سنت جو ڪو به اهم پهلو ۽ تعليم جو ڪو بنيادي حصو اهڙو نه آهي، جيڪو شامل نه هجي. ڪتاب ۾ آيل سيني ڳالهين جا مستند حوالا ڏنا ويا آهن. هن ڪتاب کي ائين بابن ۾ ورهايو ويو آهي ۽ هن جي هرهڪ باب ۾ ڪيترائي ننڍا ننڍا مضمون شامل آهن. هن ڪتاب جي بابن جا عنوان هن ريت آهن: اخلاق، اسلام ۽ سهڻا اخلاق. اخلاقي معاملن ۾ سچي سرورﷺ جو مرتبو. اخلاق جو اسلامي فلسفو. اسلام جي اخلاقي تعليم جو تڪميلي ڪارنامو. اخلاقي تعليم جا طريقا ۽ انداز. اخلاق جون فضيلتون، رذائل ۽ ادب شامل آهن. 802 صفحن تي مشتمل ڊيمي سائيز جو هي ڪتاب 1998ع ۾ دعوت اڪيڊمي، بين الاقوامي اسلامي يونيورسٽي اسلام آباد ڇپائي پڌرو ڪيو آهي.

**سيرت امام حسين رضي الله تعاليٰ عنه** (ڪتاب): هي ڪتاب محمد عثمان ڏيپلائيءَ جو حضرت امام حسين رضي الله تعاليٰ عنه جي حيات طيبه تي سرجيل آهي. هي ڪتاب، 1948ع ڏاري اسلاميه پرنٽنگ پريس حيدرآباد ۾ ڇپيو. 24 صفحن تي مشتمل هن ڪتابچي جي قيمت 4 آنا آهي.

**سيرت حضرت عثمان** رضي الله عنه (ڪتاب): هي ڪتاب محمد عثمان ڏيپلائيءَ جو خلافت راشده جي سلسلي جي ٽئين خليفي حضرت عثمان رضي الله عنه جي حياتيءَ ۽ سيرت تي سرجيل آهي. هي 16 صفحن تي مشتمل ڪتاب 1949ع ۾ اسلامي پرنٽنگ پريس حيدرآباد ۾ ڇپيو، جنهن جي قيمت 0.4.0 آنا هئي.

**سيرت رسول** صلي الله عليه وسلم (ڪتاب): هي ڪتاب محمد عثمان ڏيپلائيءَ، نبي ڪريم صلي الله عليه وسلم جي سيرت مبارڪ تي بابت لکيو آهي. هن ڪتاب جو پهريون ڇاپو 1947ع ۾ اسلاميه دارالاشاعت ميرپورخاص مان ڇپيو. جنهن جي قيمت 0-6-0 آنا هئي. ان جو ٻيو ڇاپو 1950ع ۾ اسلاميه دارالاشاعت حيدرآباد مان ۽ ٽيون ڇاپو آگسٽ 2008ع ۾ مهراڻ اڪيڊمي شڪارپور طرفان ڇپجي پڌرو ٿيو. آخري ڇاپو ڪرائون سائيز جي 72 صفحن تي مشتمل آهي، جنهن جي قيمت 0-30 رپيا آهي.

**سيرتِ طيبہ** (ڪتاب): هيءَ ڪتاب حضور ڪريم صلي الله عليہ وسلم جن جي حيات مبارڪ متعلق آهي، جنهن جو ليکڪ پروفيسر ڪريم بخش نظاماڻي آهي. ڪتاب ۾ نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم جن جي مڪي زندگيءَ جو احوال، قبا ۾ پهچڻ جو احوال ۽ ان سان گڏ سندن حياتِ طيبہ جي پهرئين دور متعلق بہ احوال ڏنو ويو آهي. تحرير جي لحاظ کان ڪتاب جي ٻوليءَ جي اسلوب جي تعريف سنڌي ٻوليءَ جي نامور عالم علام غلام مصطفىٰ قاسميءَ پڻ ڪئي آهي. ڪتاب ۾ حضور ڪريم صلي الله عليہ وسلم جن جي زندگيءَ جو مڪي ۾ رهڻ تائين مفصل نموني بيان ڪيو ويو آهي. هي ڪتاب پهريون ڀيرو 'سنڌ اسلامڪ پبليڪيشن، حيدرآباد' ڇاپيو. ان ڪانپوءِ هن ڪتاب جي طباعت آفسٽ سول اينڊ ملٽري گزيٽ ڪراچيءَ ڪرائي، حيدرآباد مان 1987ع ڌاري ڇپائي پڌرو ڪيو. ڪتاب ڊيميَ سائيز جي 270 صفحن تي مشتمل آهي.

**سيرت فاطمہ** رضي الله عنہ (ڪتاب): هي ڪتاب محمد عثمان ڏيپلائيءَ جو، نبي ڪريم صلي الله عليہ وسلم جي محبوب نياڻي ۽ حضرت علي ڪرم الله وجهہ جي شريڪ حيات جي حياتيءَ ۽ سيرت تي لکيل آهي. هن ڪتاب جو پهريون ايڊيشن 1949ع ۾ اسلاميہ دارالاشاعت حيدرآباد ۽ ٻيو ايڊيشن آگسٽ 2008ع ڌاري مهراڻ اڪيڊمي، شڪارپور ڇاپيو آهي. ٻئي ڇاپي جي قيمت 24.00 روپيا آهي.

**سيرت لائبريري، شهدادڪوٽ**: هن لائبريريءَ جو بنياد اديب، سيرت نگار ۽ نعت گو شاعر سيد گل محمد شاهہ گل بخاري نومبر 1974ع تي شهدادڪوٽ شهر ۾ وڌو. هيءَ لائبريري، شهر جي وڏي لائبريريءَ طور ليکي وڃي ٿي. هن لائبريريءَ ۾ سيرت النبي صلي الله عليہ وسلم جي موضوع تي ڏهن هزار کان وڌيڪ ڪتاب موجود آهن، جنهنڪري هن لائبريريءَ جو نالو 'سيرت لائبريري' رکيو ويو. ان کان سواءِ هڪ سؤ کان وڌيڪ موضوعن تي 45 هزارن جي لڳ ڀڳ ڪتاب هن لائبريريءَ ۾ موجود آهن، جيڪي ڇٹن جلدن تي مشتمل ڪئٽلاگ ۾ قلمبند بہ ٿيل آهن ۽ هر هڪ ڪتاب کي سيريل نمبر پڻ جاري ٿيل آهي.

هن لائبريريءَ ۾ سيرت النبي ۽ اسلاميات جي موضوعن کان سواءِ تاريخ، جاگرافي، سنڌي ادب، اردو ادب، بين الاقوامي ادب، سياست، حالاتِ حاضره، سفرناما، انسائيڪلوپيڊيا، قانون، تصوف، اخلاقيات، حياتيات، حيوانات، نباتات، طب، ڪيميا، طبعيات، رياضي، فن، ثقافت، تجارت، معاشرت، ميڊيڪل سائنس ۽ ٻين ڪيترن ئي موضوعن تي ڪتابن جو ذخيرو موجود آهي.

هن لائبريريءَ ۾ 55 ٻولين ۾ لکيل ڪتاب موجود آهن ۽ 45 ٻولين ۾ قرآن مجيد جا ترجما موجود آهن. انهن ۾ سورة الفاتحہ جو 70 مختلف ٻولين ۾ ترجمن تي مشتمل هڪ ڪتاب بہ موجود آهي. لائبريريءَ ۾ دنيا جي 35 ملڪن ۾ ڇپيل ڪتاب توڙي قلمي نسخا بہ موجود آهن، جن ۾ سڀ کان قديم تفسير حسيني فارسيءَ ۾ آهي، جيڪو 950هہ/1543ع ۾ لکيو ويو هو. هن لائبريريءَ ۾ پاڪستان قائم ٿيڻ کان اڳ واري دور جي ڇپيل ڪتابن جو تعداد هڪ هزار کان وڌيڪ آهي، جن ۾ سڀ کان پراڻو ڇپيل ڪتاب 'فوائد بدريہ' آهي، جيڪو 1255هہ/1836ع ۾ شايع ٿيو هو. لائبريريءَ ۾ ضخامت جي حوالي سان سڀ کان وڏو ڪتاب 'تاريخ مدينة دمشق' آهي، جيڪو 80 جلدن تي مشتمل آهي،

هن لائبريريءَ ۾ 'صحيح بخاري' جا 70، 'رياض الصالحين' جا 60، 'شاهہ جو رسالو' 35 ۽ 'ڪشف المحجوب' جا 40 مختلف ٻولين ۾ ترجما ۽ شرحون موجود آهن. هن لائبريريءَ ۾ ڪتابن سان گڏ ڪجهہ ماهوار رسالا ۽ روزانيون اخبارون پڻ پابنديءَ سان ايندا رهن ٿا. لائبريريءَ مان مطالعو ۽ استفادو حاصل ڪرڻ لاءِ مقامي ماڻهن لاءِ جوڳيون سهولتون ۽ جڏهن تہ ٻاهران ايندڙ محققن لاءِ قيام ۽ طعام جو پڻ جوڳو انتظام ٿيل آهي. لائبريريءَ ۾ هڪ تاثراتي ڪتاب بہ رکيو ويو آهي، جنهن ۾ ٻاهران آيل اهلِ علم حضرات پنهنجا تاثراتِ قلمبند ڪندا آهن.



**سيرت محمدي** صلي الله عليہ وسلم (ڪتاب): هي ڪتاب محمد عثمان ڏيپلائيءَ جو، نبي ڪريم صلي الله عليہ وسلم جي حيات طيبہ ۽ سيرت مبارڪ بابت سرجيل آهي. هن 112 صفحن تي مشتمل ڪتاب جي قيمت 0-12-1 آهي. هن ڪتاب جو پهريون ايڊيشن 1948ع ۾، اسلاميہ پرنٽنگ پريس حيدرآباد ۾ ڇپيو.

**سيرت مصطفيٰ** (Part-I /Seerat-e- Mustafa: ڪتاب): حضور پاڪ صلي الله عليہ وسلم جي سيرت، حيات ۽ دؤر تي، سنڌ جي نامياري عالم مولانا محمد عظيم 'شيدا'، 'سيرت مصطفيٰ' جي عنوان سان سنڌيءَ ۾ ڪتاب لکيو هو جنهن وڏي مقبوليت ماڻي هئي، اُن ڪتاب جي پهرئين حصي جو انگريزي ترجمو: Seerat-e-Mustafa- Part:I (Life of Holy Prophet Muhammad P.B.U.H) جي عنوان سان ڊاڪٽر حبيب الله صديقيءَ ڪيو آهي. ڊيمي سائيز جي 230صفحن ۽ پڪي جلد وارو هي ڪتاب شيدا پبليڪيشن، ڪراچيءَ، 2013ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو آهي.




**سيرت نگاري**: 'سيرت' عربي ٻوليءَ جو لفظ آهي، جنهن جي لغوي معنيٰ تہ عادت، گڻ، طريقو، طرز زندگي يا سوانح عمري آهي، پر عام طور تي هي لفظ ڪنهن شخصيت جي ذاتي ڪردار، حالات زندگي ۽

سوانح حيات لاءِ بہ استعمال ٿيندو آهي. اصطلاح ۾ سيرت مان مراد بالخصوص الله تعالىٰ جي آخري نبي حضرت محمد صلي الله عليہ وسلم جي سوانح حيات، سنڌن اخلاق، ڪردار جي بيان جو مجموعو آهي. سيرت الرسول الله صلي الله عليہ وسلم جي تذڪري، بيان، تدوين، تحقيق ۽ ترجمي جي شروعات پهرين صديءَ کان ٿي. حضرت بن الزبير (26-93هه/ 646-711ع) ۽ حضرت ابان بن عثمان غنيؓ (30-105هه/ 640-723ع) ابتدائي سيرت نگار هئا. ان کانسواءِ حضرت عروة جي مجموعي مغازي رسول الله صلي الله عليہ وسلم کي اهم ترين ماخذ جي حيثيت حاصل آهي. دنيا جي سيني سڌريل ٻولين ۾ سيرت النبي صلي الله عليہ وسلم جو ذڪر وسيع پيماني تي ٿيل آهي ۽ ايترا تہ ڪتاب ۽ رسالا لکيا ويا آهن، جو انهن جو ڳاڻيٽو ۽ شمار ممڪن نہ آهي. عالمي ادب، تاريخ جي ليکڪن ۽ سيرت نگارن رسول اڪرم صلي الله عليہ وسلم جي سيرت طيبہ کي ايتري تہ جامعيت ۽ تفصيل سان بيان ڪيو آهي، جو پاڻ سڳورن صلي الله عليہ وسلم جي زندگيءَ جو ڪردار ۽ جهلڪ پوري شان ۽ مرتبي سان محفوظ ڪئي وئي آهي.

ڪيترن سيرت نويسن تہ پنهنجيون زندگيون سيرت طيبہ جي تدوين ۽ بيان لاءِ وقف ڪري ڇڏيون ۽ اُهي پنهنجي پويان ايترو تہ علمي سرمايو ڇڏي ويا آهن، جو هر دؤر جو انسان پنهنجي دلچسپي مطابق سيرت مان استفادو ڪري پنهنجي زندگيءَ کي خوب سيرت بڻائي سگهي ٿو. مسلمانن کانسواءِ غير مسلم عالمن ۽ محققن بہ پنهنجي دلچسپي، علم ۽ ظرف مطابق سيرت النبي صلي الله عليہ وسلم کي بيان ڪري پنهنجن مثبت ۽ منفي جذبن ۽ ردعمل جو اظهار ڪيو آهي. سنڌ جو بہ سيرت پاڪ سان تعلق اوترو ئي قديم ۽ گهاٽو رهيو آهي، جيترو سنڌ ۾ اسلام جو پهچڻ ۽ تبليغ جي نتيجي ۾ سنڌ واسين جو ايمان جي دولت سان مالا مال ٿيڻ آهي. سنڌي نثر ۽ نظم ۾ سيرت جو مضمون صدين کان مڪتبن ۽ درسگاهن ۾ پڙهيو ۽ پڙهايو ويو آهي. لوڪ ادب ۾ پڻ سيرت النبي صلي الله عليہ وسلم کي خاص اهميت ۽ امتيازي حيثيت حاصل رهي آهي. سنڌي لوڪ ادب ۽ شاعريءَ جون ڪيتريون ئي صنفون رسول صلي الله عليہ وسلم جي شان مدح ۽ سيرت لاءِ وقف ٿيل آهن. مولود شريف، نعت، مدح، منقبت، مناقبا، مناجات، معجزو، تيهہ اکريون وغيره شاعريءَ جون اهي صنفون آهن، جن ۾ سيرت النبي بيان ڪئي وڃي ٿي. هتان جي عالمن، ديني علوم ۽ سيرت جي علم کان منور ٿي نہ صرف اهل سنڌ کي فيض رسايو آهي، بلڪ عربستان ۽ ٻين ملڪن تائين وڃي قرآن، حديث، تفسير سيرت جي علم کان روشناس ڪرايو آهي.

ٻيءَ صدي هجريءَ جي ابتدائي سيرت نگارن ۾ هڪ سنڌي عالم، محدث ۽ استاد ابو معشر نجيع المدني سنڌيءَ جو احوال ملي ٿو جنهن سيرت نبوي صلي الله عليہ وسلم متعلق هڪ مستند ڪتاب ’مغازي الرسول‘ لکيو. سنڌ ۾ ڪلهوڙن جي دؤر کان وٺي، اڄ تائين سيرت نبي صلي الله عليہ وسلم تي ڪيترائي ڪتاب ڇپجي چڪا آهن. جديد سنڌي پريس جي ايجاد کانپوءِ جتي ڪتابي دنيا ۾ تيزي آئي آهي، اُتي سيرت جي ڪتابن جي اشاعت جو بہ طويل سلسلو شروع ٿيو آهي، جنهن ۾ مختلف مڪتبہ فڪر جا ماڻهو پڻ دلچسپي وٺي رهيا آهن. سنڌي ٻوليءَ ۾ سيرت جي تاليف، تصنيف ۽ ترجمي جي سلسلي ۾ مسلمانن سان گڏوگڏ سنڌ جي هندن بہ پنهنجو ڪردار ادا ڪندي پنهنجو شمار سنڌي سيرت نگارن ۽ مترجمن جي فهرست ۾ ڪرايو آهي، جيڪو سيرت نويسيءَ جي تاريخ جو هڪ اهم ۽ روشن باب آهي. ڪيترن غير مسلم مفڪرن ۽ ليکڪن جا سيرت بابت رايا، مضمون ۽ ڪتاب بہ سنڌيءَ ۾ ترجمو ٿي شايع ٿي چڪا آهن. ان حوالي سان لالچند امرڏنيمل جڳتياڻيءَ جو نالو سراهہ جوڳو آهي.

سنڌيءَ ۾ سيرت النبيءَ تي ڇپيل ڪتاب تہ ڪافي گهڻا آهن، پر مشهور قديم ڪتابن جا نالا هي آهن: (1) قوت العاشقين‘ (از مخدوم هاشم ٺٽوي: 1715ع)، (2) محمد رسول الله عرف حضرت محمد جي حياتيءَ جو احوال‘ (لالچندر امرڏنو مل: 1911ع)، (3) اسلام جو پيغمبر (هوتچند ڏيئل مل جڳتياڻي: 1931ع)، (4) مير محمد عربي (امر لعل وسڻ مل هنگوراڻي: 1947ع)، (5) پيغمبر اسلام (چيتمل پرسرام گلراجاڻي)، (6) سيرة الرسول (ممتاز علي طيباڻي: 1935ع)، (7) سيرت رسول صلعم (مولوي نثار احمد (1938ع)، (8) رسول پاڪ (غلام محمد شاهواڻي: 1940ع)، (9) حيات النبي (حڪيم فتح محمد سيوهاڻي: 1914ع)، (10) سيرت النبي (مولوي فضل احمد غزنوي: بہ جلد: 1944ع، (11) سيرت محمدي (محمد عثمان ڏيپلائي: 1947ع).

**سير جمالي** (ديهہ): هي تعلقي شهدادڪوٽ، ضلعي قنبر- شهدادڪوٽ جي هڪ ديهہ، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

مير بخشل خان مگسي، عاشق علي مگسي، احمد نواز مگسي، سنجر خان جمالي، ڪوٽ داد محمد جمالي، شير محمد ڪوسو، حاجي محمد ملوڪ بجاراڻي ۽ هيبت خان مگسي.

**سير چانڊيو** (ديهہ): تعلقي شهدادڪوٽ، ضلعي قنبر-شهدادڪوٽ جي هڪ ديهہ، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

نور محمد مغيري، همايون خان مغيري، حاجي گهرام خان مغيري ۽ حاجي غلام فاروق ڪوڪر.

**سير دل** (قلمي ڪتاب): هي ڪتاب مير عظيم الدين ٺٽوي، ٽالپري دور جي عظيم الشان شاعر ۽ مير فتح علي خان ٽالپر جي درٻار جي ’ملڪ الشعراء‘ جو لکيل آهي. هيءَ مثنوي مير عظيم الدين 1206هه/ 1791ع ۾ لکي مڪمل ڪئي، جنهن تي مير غلام علي مائل (جيڪو سندس سؤٽ هو) هڪ طويل قطعہ تاريخ چئي، جنهن جو هڪ شعر هت ڏجي ٿو:

عجب سير دل نام نسخہ بزيب

1206 هه

زالهام غيب آمد، اين خوش صدا

مير عظيم الدين هي مثنوي عشق بابت چئي آهي. مثنويءَ ۾ توحيد کانپوءِ عشق جي ماهيت بيان ڪئي وئي آهي ۽ ان کانپوءِ محبوب جي سراپا، جنهن ۾ مٿي جي وارن کان وٺي پيرن جي نَنهن تائين جي تعريف شاعريءَ ۾ ڪئي وئي آهي. مثنويءَ جو عروضي وزن ’مفاعيلن مفاعيلن فعولن‘ آهي. مثنوي ’سيرِ دل‘ ۾ ڪل 316 شعر آهن.

هن مثنويءَ جا ٻه نسخا دستياب آهن. هڪ نسخو پير حسام الدين راشديءَ جي ڪتبخاني ۾ ۽ ٻيو ٽالپرن جي شاهي ڪتبخاني ۾ آهي. هي مثنوي اڃا تائين شايع نه ٿي آهي ۽ قلمي صورت ۾ موجود آهي.

**سير ڏکڻ** (ديهه) : هي تعلقي شهدادڪوٽ ضلعي قنبر-شهدادڪوٽ جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن.

مير علي حسن خان بروهي، آچر بروهي، احمد خان چانڊيو، ننگو خان جمالي ۽ همت علي چانڊيو.

**سير ڍنڍ-1** : هيءَ ڍنڍ شهدادڪوٽ شهر کان اتر اولهه طرف 9 ڪلوميٽرن جي پنڌ تي، شهدادڪوٽ- قُبي سعيد خان روڊ جي ساڄي هٿ تي ڳوٺ محمد بخش کوسي جي اتر ۾ واقع آهي. هيءَ ڍنڍ مستقل آهي ۽ هڪ اندازي موجب ان جو ڦهلاءُ سو ايڪڙ کن ٿيندو. سياري جي مسوم ۾ ان جي پاڻيءَ تي سائيبريا، روس ، چين ۽ وچ اوڀر جي عرب ملڪن جا پکي اچي لهندا آهن. هيءَ ڍنڍ اونهاري جي مند ۾ سڪل رهندي آهي ۽ سياري ۾ سم جو پاڻي هن کي ڦوڪي/ ڦهلائي ڇڏيندو آهي.

**سير ڍنڍ-2** : هيءَ ڍنڍ شهدادڪوٽ شهر کان اولهه طرف 9 ڪلوميٽرن جي پنڌ تي ڳوٺ محمد بخش کوسي جي ڏکڻ پاسي ۾ موجود آهي. ان جي ايراضي اندازن چئن سو ايڪڙن کان به سرس ٿئي ٿي. اها سياري ۾ سهڻي لڳندي آهي. ويتر وڻ وڻ جا پکي ۽ ٻي جهنگلي جيوت ان جي سونهن ۾ اضافو ڪري ڇڏيندي آهي. هتي مڇي به جام ماري وڃي ٿي. هن ڍنڍ تان جن پکين جو شڪار ڪيو ويندو آهي، تن ۾ نيرڳ، ڏگوش، ٻولاهي، ڦاراهو ڳهٽو بدڪ ٽيٽو چاڙو منگهه، هنج، سامونڊي ڪرڙو، ٽري نيرڳ، ڪڙڳ، ڏوٽڙ ڪانئرو پيٺڻ پکي ۽ ٻيا شامل آهن.

**سيرڪاٽي** (ذات) : هن ذات جي باري ۾ ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ ڪتاب ’ڪليات حمل‘ ۾ لکي ٿو ته: ”سيرڪ لغارين جي سيرڪاٽي قبيلي جو وڏو ڏاڏو هو جنهن مان سيرڪاٽي پاڙو آهي. ان سيرڪ جو اولاد ٽالپرن سان گڏجي سنڌ ۾ داخل ٿيو ۽ پاڻ کي ’سيرڪاٽي بلوچ‘ سڏايائون.“ ان کانسواءِ هن ذات جي باري ۾ سائين جي.ايم سيد پنهنجي ڪتاب ’جنب گذاريم جن سين‘ ۾ لکيو آهي ته: ”سيرڪاٽي ديري غازي خان کان لڏي آيل لغارين جو پاڙو آهي. هن پاڙي مان رئيس علي مراد خان ولد رئيس غلام شاهه خان لغاري سڪرنڊ وارو وڏي نالي وارو ٿي گذريو آهي.“

**سير ڪوهستان** (ڪتاب) : هيءُ ڪتاب ڪوهستان جي سير تي مشتمل آهي، جنهن ۾ ڪوهستان جي ماڻهن جي رهڻي ڪهڻيءَ، تهذيب، تمدن ۽ ثقافت تي روشني وڌي وئي آهي. ڪتاب جو مصنف الهه بچايو يار محمد سمون آهي. ڪتاب ۾ ڪوهستان جي رهاڪن جي باري ۾ مصنف لکي ٿو ته، ”هتي جا ماڻهو پنهنجي هرهڪ ضرورت جا موجد پاڻ آهن آهن، مصنف، حڪيم، فيلسوف، شاعر، سگهڙ سالڪ ۽




هنرمند آهن. جيتوڻيڪ سنڌي مصنف پائرن مان ڪيترن ئي سنڌي زبان وساري ڇڏي آهي، جا اڄ تائين ڪوهستان جا غريب، غارن ۽ چرن ۾ ڳالهائي رهيا آهن، ڪوشش ڪري اها سنڌي جنهن سان شاهه ڀٽائي پنهنجي رسالي کي جڙي ڇڏيو آهي ۽ عام جي اڳيان پيش ڪئي وئي آهي، نه فقط ايترو پر اهي لفظ، جملا ۽ اصطلاح سعيو ڪري اصلوڪي صورت ۾ استعمال ڪيا ويا آهن، جن مان سندن هوشياريءَ جي پروڙ پوي ٿي.“ ڪتاب جي آخر ۾ ڏکين لفظن جي معنيٰ پڻ ڏني وئي آهي.

هن ڪتاب جو پهريون ڇاپو 1942ع ۾ سنڌي ادب (ساهت) لاءِ مرڪزي صلاحڪار بورڊ، ڪراچيءَ (موجوده سنڌي ادبي بورڊ، ڄام شوري) ڇپائي پڌرو ڪيو. ڪتاب جو ٻيو ڇاپو 1953ع، ٽيون ڇاپو 1955ع ۾، چوٿون ڇاپو 1959ع ۾، پنجون ڇاپو 1971ع ۾ ۽ ڇهون ڇاپو 1982ع ۾ سنڌي ادبي بورڊ ڄام شوري ڇپائي پڌرو ڪيو آهي. ڪتاب جو ڇهون ڇاپو ڊيمي سائيز جي 134 صفحن تي مشتمل آهي ۽ ڪتاب جي قيمت 30 روپيا آهي.

**سير واهه/ ساروهه** (وهڪرو) : سنڌ جي تاريخ جي اڀياس مان خبر پوي ٿي ته شهدادڪوٽ واري جوءِ، آڳاٽن ايامن کان وٺي سنڌو ماٿريءَ جي تهذيب جو مرڪز پئي رهي آهي. ’ساروهه‘ نالي هڪ قدرتي دريائي ڦاٽ يا وهڪرو، ڊرتيءَ جي هن ٽڪر مٿان اتر کان ڏکڻ طرف وهندو هو. تاريخي ماخذن توڙي عوامي روايتن مطابق هيءُ وهڪرو، ساگرو/سار واهه/سر واهه ۽ سير واهه جي نالي سان مشهور آهي. تاريخن ۾ ان کي سانگهرو درياهه پڻ ڪوٺيو ويو آهي. هن وقت انهيءَ نالي سان قنبر-شهدادڪوٽ ضلعي جي قنبر ڪاڇي ۾ ’ساروهه‘ نالي هڪ ڍنڍ به موجود آهي

هيءُ وهڪرو، ٻڪر کان 100 ميل اُتر ۾ ڪنڌڪوٽ ڀرسان درياهه جي مکيه وهڪري کان ڇڄي موجوده جيڪب آباد، شڪارپور، قنبر-شهدادڪوٽ ۽ دادو ضلعن مان وهندو اٽڪل 180 ميل لتاڙي وڃي منڇر ڍنڍ ۾ ڇوڙ ڪندو هو ان وهڪري جي پاڻيءَ جي نيڪاليءَ لاءِ ٻي ڪا به واهه ڪا نه هوندي هئي. تنهنڪري مٿين سمورن علائقن جا هيٺاهان پٽ، پوٺا ۽ ترايون ٻوڙي ڇڏيندو هو توڙي جو موسم خشڪ هوندي هئي نه به هيءُ پاسو هٿي ملڪ کان ڪٽيل رهندو هو. درياهه جي اٿل کان سواءِ منجهس بولان، لهڙي، ناڙي ۽ مولهه نئين جو رائو پڻ اچي شامل ٿي ويندو هو. پروفيسر ماڻڪ پٿاوالا ان وهڪري کي ’اولهندو نارو‘ سڏي ٿو

۽ اهو وهڪرو هو 3000 ق.م جو ڄاڻائي ٿو. جيڪب آباد ضلعي ۾ گهونڊڪ ڍورو (ڪشمور) ۽ سارهوند ڍنڍ (ڳڙهي خيرو). شڪارپور ضلعي ۾ ڍونگ بلاڪ (خانپور) ۽ قنبر-شهدادڪوٽ ضلعي ۾ ربيع ڍنڍ (شهدادڪوٽ)، سير ڍنڍ (شهدادڪوٽ)، ڊرگهه ڍنڍ (قنبر)، لنگهه ڍنڍ (قنبر)، آتڻ ڍنڍ (قنبر)، ساروهه ڍنڍ (قنبر)، حمل ڍنڍ (وارهه) ۽ دادو ضلعي ۾ منڇر ڍنڍ هن قديم وهڪري جون يادگار آهن. ڳوٺ لانگهو (ميرو خان) ته خود درياهه جي لنگهه جي پڪي ثابتي ڏئي ٿو.

هن وهڪري جي ٻنهي ڪنڌين سان گهاٽن ٻيلن، ڍنڍن، ڍورن ۽ چرن سان گڏ ماڻهن جون ڪيئي وسنديون پڻ هيون. هتان جي ايراضيءَ جا ماڻهو پنهنجي اُپايل اَن ۽ چوپائي مال مان پيٽ قوت ڪندا هئا. سندن علائقو پوکيءَ راهيءَ اهِر ريان ڪيان هو ۽ جهنگلي جيوت توڙي مڇيءَ ماس جو به دن هو. انهن جو ملڪ گهڻو ڪري اهو ئي ’پراسياڻ‘ هو جنهن کي چندر گپت موريا جي هندي دربار جو يوناني سفير ’ميها سٿنيز‘، سنڌو نديءَ جو ڦٽل هڪ وڏو پيٽ سڏي ٿو.

اسان کي ڪيترين ئي صدين گذري وڃڻ کانپوءِ 16 صديءَ عيسويءَ ۾ مس مس وڃي ساروهه جو ڏس پتو ملي ٿو. ان زماني ۾ هن درياهي ڦاٽ کي چانڊڪي پرڳڻي جا ماڻهو ساروهه مان سيرواهه نالي سان سڏڻ لڳا هئا. مٿئين ’سيرواهه‘ جي لفظ (سير) متعلق ٽاڊ به پنهنجين لکڻين ۾ وضاحت ڪئي آهي. ان لفظ سان مشابهت رکندڙ هڪ ٻيو لفظ به آهي ’سر‘. هو ٻڌائي ٿو ته سير لوڻ جاسن آهن يا پاڻيءَ جا اهي تلاءَ جن ۾ برسات جي رُت ۾ پٽن تان پاڻي لهي اچي ترائيءَ ۾ گڏ ٿيندو هجي، جن کي هٿرادو بند ڏئي روڪي سگهبو آهي. جيئن نارائڻ سريا ڪوٽيسر وغيره. جڏهن ته ’واهه‘ لفظ جي هندي ٻوليءَ ۾ معنيٰ آهي وهڻ، سرڪ ۽ هلڻ وغيره.

شهنشاهه اڪبر پاران مقرر ڪيل بکر جو گورنر امين الملڪ نواب مير محمد معصوم بکري پهريون سنڌي ليکڪ آهي، جنهن جا سير واهه بابت احوال وڏيڪ ڏيان لهڻن. نواب صاحب سن 1600ع ۾ پنهنجي پٽ سيد مير بزرگ جي اصلاح لاءِ ’تاريخ معصومي‘ نالي هڪ ڪتاب لکيو جيڪو سنڌ جي تاريخ جي بنيادي ڪتابن مان هڪ آهي. نواب صاحب ان ۾ ’سيوي جا عجائبات‘ جي عنوان هيٺ لکي ٿو ته: ”جيڪو واهڙ سيويءَ هيٺان لنگهي ٿو انهيءَ جو لنگهه، گندرف جي پاڻيءَ مٿان معلوم ٿو ٿئي، تنهنڪري جيڪو به اهو پاڻي پيئندو آهي سو بيمار ٿيندو آهي ۽ اتي جي رهاڪن ڪانسواءِ جيڪي هريل آهن. ٻيا گهڻا انهيءَ بيماريءَ ۾ مري ويندا آهن. جيئن ته سلطان محمود خان هر سال حفاظت ۽ چوڪيداريءَ لاءِ نوان ماڻهو موڪليندو هو اهي ڪن ٿورن ڪان سواءِ اڪثر مري ويندا هئا. اڪبر بادشاهه جي زماني ۾ اُٿل آئي، جا انهن گندرف جي چشمن کي وهائي ويئي يا ڍڪي ڇڏيائين. بهرحال هن وقت اها بيماري گهٽي گهٽ آهي. اهو پاڻي پنجاهه ڪوهن جو مفاصلو طئي ڪري وڃيو سرواهه جي سرزمين تي گڏ ٿئي ٿو ۽ اُتي پوک جي ڪم ٿو اچي ۽ جيڪو حصو پوک کان بچت ٿو ٿئي، سو سيوهڻ جي نزديڪيءَ واري منڇر ڍنڍ ۾ پوي ٿو. انهيءَ جي ڪناري تي پڻ ڍڳها ۽ سنها نانگ گهڻا ٿين ٿا ۽ هن نانگ جو ڏنگيل ڪو ورلي بچندو آهي. اتي جا ماڻهو زالون خواهه مرد نانگن جي آزار کان بچڻ لاءِ لاک جي ڪپڙي جون ڍگهيون ۽ ويڪريون شلوارون پهريندا آهن. انهيءَ زمين ۾ پوک کي پاڻي نه ڏنو هئائون. تنهن تي جڏهن گهوڙو هلايوسين ته وک وک تي نانگ نظر آيو. هوا سخت گرم هئي، تنهڪري پاڻيءَ جي ويجهو لهڻ ٿي چاهيوسين پر سپن جي ڊپ کان پري وڃي برپٽ تي لٿاسون. ٻيو ته سيويءَ جي برپٽ ۾ قلعا ۽ آباديون هيون جيڪي ويران ٿي ويون آهن ۽ هاڻي انهيءَ سرزمين تي جهولو لڳندو آهي.“

يوسف ميرڪ ابن ابو القاسم نمڪين 1634ع ۾ مير معصوم بکريءَ کان ستت پوءِ سيرواهه جو ذڪر ڪري ٿو. اهڙو ذڪر سندس تصنيف ’تاريخ مظهر شاهجهاني‘ ۾ پڙهي سگهجي ٿو. سيرواهه بابت ’تاريخ معصومي‘ تان ڪنيل سندس بيان معلوم ٿئي ٿو. ڇاڪاڻ ته سندس بيان ۽ مير معصوم جي لکڻيءَ ۾ هڪجهڙائي موجود آهي.

يوسف ميرڪ لکي ٿو ته: ”اهو پاڻي پنجاهه ميلن کانپوءِ سرواهه (سيرواهه) جي سرزمين ۾ وڃي پوي ٿو. جيڪو پوکي راهيءَ جي ڪم اچي ٿو. وڌيڪ پاڻي منڇر ڍنڍ ڏانهن وڃي ٿو.“ يوسف ميرڪ کانسواءِ سن 1773ع ۾ سنڌ جي مشهور عالم ۽ تاريخدان مير علي شير قانع ٺٽويءَ به درياهه جي هن اوائلي وهڪري جو ذڪر پنهنجي تصنيف ’تحفة الڪرام‘ ۾ ڪيو آهي. هو چوي ٿو ته: ”سيرواهه جنهن کي ’سرواهه‘ چون ٿا، ڪيتيءَ جي ڪم اچي ٿو ۽ بچتو پاڻي منڇر جي ڍنڍ ۾ سيوستان جي ويجهو آهي، وڃي پوي ٿو. اڳئين وقت ۾ پاڻيءَ جي ڪناري تي پڻ مٿئين قسم جا گهڻا نانگ رهندا هئا، جن جو ڏنگيل ڪو ورلي بچندو هو. تنهن ڪري اتي جا ماڻهو سٿڻيون ڪشاديون ۽ ڍگهيون پهريندا هئا.“

مير علي شير کان پوءِ اي. ڊبليو. هيوز 1876ع ۾، ميجر راورٽي 1892ع ۾، ايچ. ٽي. سورلي 1940ع ۾، ۽ لئمبرڪ 1964ع ۽ 1984ع ۾ اهي پرڏيهي ليکڪ ۽ تاريخدان آهن، جن جي لکڻين ۾ ٿورو گهڻو سيرواهه واري هن آڳاٽي وهڪري جو نالو ملي ٿو.

سيرواهه ۽ ان جي اوسي پاسي واري تر ۾ الڳ الڳ ذاتيون وسيل هيون. تاريخ جي ماخذن ۾ انهن ڪڙمن. قبيلن مان هيٺيون ذاتيون مليون آهن: ٻڙدي، مگسي، لاشاري، ڪٽومڙ. ابڙا. ديناري، لاکير، بکيجا، داردشت، رند، ڊومبڪي، سانگي، سميجا، چانڊيا، ماڇي ۽ سيلرا وغيره. شهدادڪوٽ ويجهو سنڌ ۽ بلوچستان واري دنگ وٽ وسندڙ سيلرن جي ذات ۾ هڪ باڙو ته اڄ تائين ’سيرواهي‘ جي نالي سان مشهور آهي.

قنبر- شهدادڪوٽ ضلعي جي جاگرافيائي بيهڪ مان ظاهر ٿئي ٿو ته موجوده ضلعي جي سرزمين ۾ ان زماني ۾ سنڌو درياهه کانسواءِ هيٺيان وهڪرا ۽ ڦاٽ موجود هئا. گهاڙ واهه، اولهندو نارو، ڪنڌڪوٽ

وهڪرو، وارهه وهڪرو ۽ شهدادڪوٽ وهڪرو وغيره. سنڌ جو هاڻوڪو وهڪرو 243 سال اڳ سن 1759-1758ع ڌاري وجود ۾ آيو ۽ پنهنجي اصلي وهڪري ڪان فقط ڪجهه ميل ساڄي ۽ ڪابي پاسي بدليو آهي. سنه 1869ع ۾ برطانوي سرڪار ان جي ٻنهي ڪنارن ڪان پنجن ميلن (8 ڪلوميٽرن) جي وٿيءَ تي بند ٻڌائڻ شروع ڪيا، نه ته ان ڪان اڳ جيڪب آباد، شڪارپور ۽ قنبر-شهدادڪوٽ ضلعن جي حدن تائين ٻوڏ جي صورتحال هوندي هئي. اهڙي وارتا ماڻهن 1942ع واري وڏيءَ ٻوڏ ۾ چڱيءَ طرح ڏٺي هئي، جنهن ۾ ٽن ضلعن جا اٽڪل 17 تعلقا ٻڏي ويا هئا.

پاڻيجي ٿو ته ساروهه/ سيرواهه وارو چاڙايل قاٽ 1869ع واري زماني ڪان وٺي سُڪي نوٽ ٿي ويو. ان جي باوجود ان جي پيٽ ۾ برساتي ندين ۽ نئين جو پاڻي گڏ ٿيندو رهيو.

هن قديم درياهي وهڪري جي آخري پڄاڻي ان وقت ٿي، جڏهن 1932ع ۾ سکر وارن واهن جو نظام (سکر بئراج) عمل ۾ آيو. اهڙيءَ طرح درياهه جي هن قديم ۽ تاريخي وهڪري ۾ اوچتي ڦيري سان وڏي تباهي ۽ بربادي ٿي ۽ جنهنڪري ماڻهن جي لڏپلاڻ ٿيڻ لڳي. قدرتي آبپاشيءَ جو سرشتو، زراعت، رسنديون، ڳوٺ، شهر، اچ وڃ جا رستا، وڻ ۽ ٻوٽا تباهه ۽ برباد ٿي ويا.

ضلعي قمبر- شهدادڪوٽ جي شهدادڪوٽ قبو سعيد خان، ميروخان، سجاول جوڻيجو، قمبر ۽ وارهه تعلقن واري ايراضين ۾ ساروهه/سيرواهه واري درياهي وهڪري جو سڪل پيٽ اهميت رکي ٿو، چاڪاڻ ته ان جي ٻنهي ڪنڌين سان سنڌ جي گم ٿيل تاريخ جون ڪيتريون ڪڙيون ڳوليي سگهجن ٿيون.

سنڌ جو ناميارو اديب، جاگرافيدان ۽ محقق ايم. ايڇ. پنهور پنهنجي هڪ مقالي 'سنڌ جي تاريخ ۽ آثار قديمه تي تحقيق ۽ اشاعت' ۾ هڪ هنڌ لکي ٿو ته: "پٿرجي اوزارن جو نئون دور ڪتل هيوڪ (ترڪي) ۾ 6000 ق.م ۾ شروع ٿيو ۽ عرب ۽ مصرجي درياهي ميدانن ۾ اهو 4500 ق.م ڌاري شروع ٿيو. پٿرجي اوزارن جو اهو نئون دور بولان درياهه جي شاخن سان گڏ سنڌ جي هيٺائين ميدان (ڳڙهي خيرو، شهدادڪوٽ، حمل ڍنڍ ۽ گاج درياهه) ڪان منڇر تائين پکڙيو هوندو. اتان وري اهو ڪيرٿر جبل جي هيٺئين حصي يا دادو ضلعي جي ڪوهستان، ٺٽي ۽ ڪراچي ضلعن ڏانهن وڌيو هوندو جتي سنڌو سيتا جي اوائلي وسندين جا آثار جهڙوڪ: واهي پانڌي، علي مراد، گوراندي، غازي شاهه، ڊمب بني، ارباب جو ٿاڻو، شاهه جو ڪوٽڙيو، عثمان بُني، جهانگري، گهارو ٻيڙو، ڪرچاٽ، ٽوڻنگ، ڊل، ڳوٺ حسن علي، نل بزار ۽ اورنگي بستيون آهن."

رڳو شهدادڪوٽ تعلقي واري حوالي سان هڪ ڳالهه جي وضاحت ڪرڻ ضروري آهي ته ساروهه واري وهڪري جي ٻنهي ساڄي ۽ ڪابي ڪپرن سان هيل تائين قديم دور جا اٽڪل 41 ڪن ننيا وڏا ماڳ ڦٽوڙ ليڇي چڪا آهن. انهن مان ليمون جوڻيجو (سون ٿرڙو)، غفور شاهه، ڏگ، انگهه، گلاب شاهه جو دڙو، بگو دڙو، شاهه پور دڙو، ڪڙڪ ٿرڙي، لاهوري ڪوٽ، سنڌو، نومڙين وارو دڙو، وڪئي جي ماڙي ۽ ميهڙ جو دڙو خاص اهميت وارا ماڳ آهن. ميرو خان، قمبر ۽ وارهه تعلقن ۾ اهڙن آڳاٽن اهڃاڻن جو ته ڪو انت ئي ڪونهي.

جتان جتان ساروهه پنهنجو وهڪرو متايو يا ڇڏي ويو، اُتي ڪيتريون ڍنڍون، ڍوريون ۽ ترايون نروار ٿي پيون. شهدادڪوٽ تعلقي ۾ ميان شاهه وسائي ۽ پتوجا شاخ جي وچ واري پاڳي ۾ سنڌوءَ جي انهيءَ ڦٽل پيٽ ڪي اڄ به واڇي سگهجي ٿو. ان وهڪري ڪي هتان جا مقامي ماڻهو 'سير' جي نالي سان سڏيندا آهن. جڏهن ته شهدادڪوٽ شهر جي ڏکڻ اولهه طرف ميروخان تعلقي جي حدن ۾ اهو وهڪرو 'لانگهو' به ڪري سڏبو آهي. تعلقي شهدادڪوٽ ۾ ڊٺل پراڻن شهرن ۽ ڪنڊرن ڪي ڏسڻ مان معلوم ٿئي ٿو ته هيءُ علائقو ڍنڍن، ڍورن ۽ درياهه جي پراڻن وهڪري وارن ليڪن سان پريو پيو آهي ۽ اڄ تائين به انهن ۾ پاڻي پريو پيو هوندو آهي.

ساروهه/سيرواهه جي پراڻي پيٽ ۾ نه رڳو پکي ۽ مڇي موجود رهي ٿي، پر ان ۾ نانگ، ڪميون، ڳوهون، جهنگلي سيهڙ، مِرون، بگهڙ، گدڙ، جهنگلي ٻلا، نور، لومڙيون ۽ لُڌڙا به جام ملن ٿا. ميداني پکين ۾ وري ڪارڙا تتر، جابلو ڳيرا، پاريهر، ڳنو اڇڙا تتر، پٽ ڳيريون، باز ۽ تلور وغيره به جام آهن. 1994ع تائين هتي هرڻيون به ڏٺيون ويون آهن.

**سيري (ديهه)** : تعلقي حيدرآباد جي هڪ ديهه. جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

پير محمد هاشم، علي محمد اگهيم، صليب (طيب) اگهيم، عثمان پٽيل، ٻچو مير بحر، مير جو ڪوٽ، صوف حاجاڻو، محمدي بوهري، ڪوٽ پير خالد جان سرهندي ۽ پير تاج محمد شاهه.

**سيري (ديهه)** : تعلقي ٺري ميرواهه ۽ ضلعي خيرپورميرس جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

سيري، سرائي نادر علي ۽ عبدالغفور خاصخيلي.

**سيرين رضه** : حضرت سيرين رضه ۽ سندس سڳي ڀيڻ ماريه قبطيه رضه نالي ٻن ڀيڻن کي مصر جي بادشاهه مقوقش پاڻ ڪريم صلي الله عليه وسلم جن جي خدمت مبارڪ ۾ تحفو ڪري موڪليو هو. حضرت ماريه قبطيه رضه سان پاڻ ڪريمن صلي الله عليه وسلم خود نڪاح ڪيو. جڏهن ته حضرت سيرين رضه جي شادي پاڻ ڪريمن جي اصحابي ۽ مشهور شاعر حضرت حسان بن ثابت رضه سان ٿي. اهي ٻئي ڀيڻون مذهبي طور نصراني هيون، پر جڏهن قسمت کين مديني پاڪ ۾ ٻنهي جهانن جي سردار صلي الله عليه وسلم وٽ وٺي آئي، تڏهن ٻئي ڀيڻون اسلام ۾ داخل ٿي ويون. انهن جو پاءُ مابور به مصر مان انهن سان گڏجي آيو هو ۽ گهڻي وقت تائين اهو پنهنجي مذهب ڪان نه ڦريو، نيٺ هو به مسلمان ٿي ويو.

**سيڙهه** Porcupine/Hystrix Indica: هي مماليہ 25 ڪان 30 انچ ڊگهو ٿئي ٿو. پڇ ننڍڙو، 4 ڪان 5 انچ جو ٿيندو اٿس. پٺيءَ تي اڇا ۽ ڪارا ڊگها ڪنڊا هوندا اٿس، جن جي نوڪ اڇي هوندي آهي. ڪنڌ تي کُهرن ڪنڊيدار وارن جي جهنڊ هوندي اٿس. هن جون اکيون ننڍڙيون، ڪن ننڍڙا، چنبا مضبوط، پير ۽ ٽنگون ڪاريون، ڳچيءَ هيٺان اڇو پٽو ۽ منهن تي ڊگهيون مڇون هونديون آهن. سيڙهه، دڙن، ٻوڙن يا ڪنڊين تي



اونهو ٻر کوٽي رهندي آهي، جنهن ۾ گهٽيون گهٽيون ۽ ٻاهر نڪرڻ لاءِ دروازا گهڻ هوندا آهن. سيڙهه ڏينهن جو ٻر ۾ بند رهندي آهي ۽ رات جو نڪرندي آهي. وڻن جو چوڏا، ڳنڊدار پاڙون ۽ فصلن سميت ٻي نباتات به کائي ٿي. پٺيءَ جا ڪنڊا خطري ڪان بچاءَ لاءِ اٿس. خوف، خطري مهل ڪنڊا اُڀا ڪندي آهي. سيڙهه جو ڪنڊو سندس جسم مان سولائيءَ سان ڌار ٿي دشمن کي چيندو آهي ۽ ڏاڍي تڪليف ڏيندو آهي. مادي 6 ڪان 7 هفتا پيٽ ڪري ٿي، هڪ ڪان چار ٻچا ڏئي ٿي. ان جي ٻولي رابطي خاطر هوندي آهي ۽ اها هڏڪار يا گرڪاٽ ڪندي آهي. هي ٽٽائتو جانور ٻنين، نخلستان يا ۽ انساني آباديءَ وارن علائقن وٽ رهندي آهي.

سنڌ ۾ عام ويساهه آهي ته ٻن گهرن جي وچ ۾ 'سيڙهه جو ڪنڊو' هڻبو ته انهن ۾ ڦيٽاڙ پوندو آهي. اُن تان سنڌيءَ ۾ چوڻي جڙي آهي ته، "تون ته ڪو سيڙهه جو ڪنڊو آهين."

**سيڙهه ڪينهوڙي راند:** هن راند کي 'ٽانگيل ڦوسيل' راند به سڏين ٿا. هن راند ۾ ٻه ٽوليون ٿينديون آهن، جن مان هڪ ٽولي آڳ وٺندي آهي. ٻهريائين هڪ ٽولي 'سيڙهه يا ٽانگيل ڦوسيل ٺاهيندي' اُها هن ريت، جو هڪڙي سڄي سر اُڀي ڪري رکندا، ان جي مٿان اڌ سر جو، تنهن جي مٿان ٽڪر ٽوٽو، تنهن جي مٿان پتريور ان مٿان ٺڪريون، ٺڪرين تي ٽڪ هڻي، مٿان سُڪل مٽي ٻرڪي ويندي آهي. اهڙيءَ ريت سيڙهه تيار ٿي ويندي آهي. ان کانپوءِ آڳ وٺندڙ سيڙهه ڪان ويهه ۽ آڳ ڏيندڙ سيڙهه ڪان پنجن وکن جي مفاصلي تي آمهون سامهون ٿي بيهندا. ان کانپوءِ آڳ وٺندڙ هڪڙو هڪڙو تي ڏڙهو سيڙهه کي چٽي هٽندو. جي ڏڙهو لڳو ۽ سيڙهه ڪري پئي ته آڳ وٺندڙ ٽولي جا رانديگر پيرن سان ڪينهوڙو ٽڏيندا پري ڌڪيندا ويندا ۽ آڳ ڏيندڙ يڪدم سيڙهه ٺاهڻ کي لڳي ويندا. سيڙهه ٺهي تيار ٿي ته واڪ ڏيندا ۽ پنهنجن همراهن کي هوڪا ڪري سجاڳ ڪندا ته سيڙهه تيار ٿي چڪي آهي. سيڙهه جي ٺهڻ جو واڪو ٻڌي آڳ کي وٺندڙ ڏڙهي کي ٽڏڻ بجاءِ اتي ئي ڇڏي وٺي پوئتي ڀڄندا. آڳ ڏيندڙن جا ڪي همراهه جي ٽڏڻ وقت سندن پاسو جهليو پيا ويندا، سي جڏهن ٻڌندا سيڙهه تيار ٿي چڪي آهي ته يڪدم بال يا ڪينهوڙي کي هٿ ۾ ڪٽي آڳ وٺندڙن کي اهو به ڏڙهو چٽيندا هٽندا، جي ڪنهن کي ڏڙهو لڳو ته اها ٽولي 'ڪُٽي' ۽ پوءِ اڇي آڳ ڏيندي، پوءِ جي آڳ وٺندڙ ٽولي جي سيني همراهن جي ڏڙهي هڻڻ سان سيڙهه نه ڊٺي ته اُهي اڇي آڳ ڏيندا، پر جي آڳ ڏيندڙن جو ڪنهن کي به ڏڙهو سيڙهه ٺاهڻ کانپوءِ نه لڳو، يا اهو گسائي پنهنجي پڙ تي پهچي ويا ته وري به پاڻ آڳ وٺندا.

**سيسر** (Ganges Gharial/Gravialis Gangeticus): سيسر درياهي جانور آهي، جنهن کي سنڌيءَ ۾ گهڙيال به چوندا آهن. جيڪو واڳون جو هڪ ٻيو نالو آهي. سيسر واڳونءَ جو هڪ قسم آهي. هن وقت سڄيءَ دنيا ۾ هن نسل جو تعداد اڍائي ڪان ٽي هزار هوندو. مکيہ طور تي هن جو نسل گنگا، برهمپترا، سنڌو درياهه ۽ انهن سان لاڳاپيل ٻين ندين، ڍنڍن، ڍورن سان آهي. سنڌ ۾ هي نارا ڪئنال ۽ ڪيرٿر جي ڪنبن ۾ اڇا به



ڪٿي ڪٿي باقي آهن. سيسر، ڊيگهه ۾ 4 ڪان 7 ميٽر (13 ڪان 23 فوٽ) ٿئي ٿو ۽ دنيا ۾ سڀ ڪان وڏن واڳن ۾ شمار ٿئي ٿو. سيسر انسانن لاءِ خطرناڪ نه آهي. سيسر جا ٻچا جيت ۽ ڏيڏر ڪائين ٿا، جوان سيسر مڇي ۽ ڪٺا ڪائيندي آهي. انهن جي ڄاڙي سنهي ۽ ڊگهي هوندي آهي، جنهن ۾ 110 ڪان 116 ڏند هوندا آهن. نَر سيسر جي ڊوناڙي نڪ جي چوٽيءَ تي گوشت جو هڪ ڳوڙهو هوندو آهي.

سيسر، واڳن جي ان خاص نسل جو سڄي دنيا ۾ اڪيلو قسم آهي. هي جانور ڏينهن جي وقت ۾ سرگرم رهندو آهي. هن جون ٽنگون ايتريون طاقتور نه هونديون آهن، جو جسم مٿي ڪٽي هلي سگهي، انڪري فقط پيٽ ڀر رڙهي سگهندو آهي. 3 ميٽر ڊگهي سيسر مادي بالغ هوندي آهي. ٽن ميٽرن تائين پهچندي، ان کي ڏهه سال لڳي ويندا آهن. هنن جي نومبر ڪان جنوريءَ تائين لڳ جي مند هوندي آهي. ان وقت واريءَ ۾ ڪڏ کوٽي 30 ڪان 50 آنا لاهيندي آهي، پوءِ احتياط سان ڍڪي ڇڏيندي آهي. هر هڪ آني جو وزن 160 گرام ٿئي ٿو. 83 ڪان 94 ڏينهن

۾ آنا ڦٽي پون ٿا. ماءُ ٻچن جي پالنا دوران ڪجهه مهينا ٻچن جي ويجهو رهندي آهي. سيسر جو نسل پاڪستان، نيپال، اتر هندستان، پوٺان ۽ برما ۾ به آهي.

سنڌ ۾ نارا ڪئنال طرف سيسر جي جنس باقي آهي. ڪجهه تعداد ۾ ڪيرٿر جي نئن نريءَ (ڪاڇي) وارن ڪنبن ۾ به سيسر آهن. اڳي سنڌ جي ڍنڍن ۽ درياهن ۾ هي جانور عام رهندو هو، پر پاڻيءَ جي اڻاٺ سبب هاڻي ختم ٿي ويو آهي. هن جو شڪار سانوڻيءَ ۾ ٿيندو هو. سانوڻيءَ ۾ سيسر کي مستي ٿيندي آهي ۽ سگهه به اهڙي هوندي هئس. جو سانوڻيءَ جي درياهه جي اپي سير وٺي ترندو هو ۽ ڪڏهن ڪڏهن درياهه جي گهڻن ۽ اوپارن ۾ به ملندو هو. جتي سيسر جي خبر پوندي هئي، اتي شڪاري رائيفل کڻي وڃي ويهندو هو ۽ ان کان اڳ درياهه جي هيٺئين پاسي کان ٻيڙيءَ وارن ۽ مهاڻن کي هوشيار ڪري ڇڏيندو ته متان سيسر وري پئي. سيسر جي عادت آهي ته سير ۾ به هٽ ڪن متي ٿي ٻيهي سيٽيون هڻندو آهي. گهڙيءَ ڪن ٻيهي وري ٽٻي هڻي ويندو. سيسر جو شڪار سانوڻيءَ جو گهڻو ٿيندو آهي. هي ڏاڍو سياڻو جانور آهي، ڪڙڪي تي ٽُٻي هڻي ويندو. هن کي صرف رائيفل جي گولي اثر ڪندي آهي، ٻئي ڪنهن اوزار سان هن جو شڪار ڏکيو ٿيندو آهي. شڪار کان پوءِ سيسر کي ٻيڙيءَ جي پاڇل سان ٻڌي ڪناري تي آڻبو آهي. شاهه لطيف به پنهنجي رسالي جي سر سهڻيءَ ۾ سيسر کي ڳايو آهي:

"سيسر ٻُلهڻيون ٻار ۾، ڪيئان ڪميون ڪَڏن."

**سيسي** (SESSI): ملڪ ۾ سوشل سڪيورٽي اسڪيم مارچ 1967ع ڌاري ويسٽ پاڪستان ايمپلائيز سوشل سڪيورٽي آرڊيننس (1965) تحت انٽرنيشنل ليبر آرگنائيزيشن جي سهڪار سان متعارف ٿي. اهڙيءَ ريت ادارو 'سنڌ ايمپلائيز سوشل سڪيورٽي انسٽيٽيوٽ (SESSI) پهرين جولاءِ 1970ع تي قائم ٿيو. شهيد ذوالفقار علي ڀُٽي جي دور حڪومت ۾ هي ادارو عروج تي هو مزدورن ۽ ملازمن لاءِ مفت ڊسپنسريون ۽ سندن ٻارن لاءِ اسڪول به کوليا ويا. ابتدائي طور ڪراچي ۽ حيدرآباد جي ٽيڪسٽائل




صنعتن سان لاڳاپيل پورهيتن جي فلاح جي مقصدن تحت هي ادارو وجود ۾ آيو. بعد ۾ هي ادارو سنڌ ۾ قائم سيني قسمن جي صنعتي مزدورن جي فلاح لاءِ ڪم ڪرڻ لڳو.

هي هڪ خود مختيار ادارو آهي. ان جي گورننگ باڊي 'سيسي' جو چيئرمن، ليبر ڊپارٽمنٽ جو صوبائي وزير، جڏهن ته ليبر ڊپارٽمنٽ، انڊسٽرين، صحت کاتي ۽ ناڻي کاتي جي سيڪريٽرين سميت ميڊيڪل ايڊوائيزر (سيسي)، ڪمشنر (سيسي) ۽ ملازمن ۽ ورڪرن جا 3-3 نمائندا پڻ گورننگ باڊيءَ جا ميمبر آهن.

'سيسي' جو ڪمشنر اداري جو انتظامي سربراهه هوندو آهي، جنهن جي معاونت اسسٽنٽ ڪمشنر ڪندو آهي. هن وقت مخدوم شڪيل الزمان هن اداري جو ڪمشنر آهي. هي ادارو پنهنجا مالي وسيلا پاڻ پيدا ڪري ٿو جنهن لاءِ مڪيه ذريعو 'سوشل سڪيورٽي ڪنٽريبيوشن' آهي، جنهن تحت اسڪيم ۾ رجسٽرڊ ملازمن جي روزاني پگهار جو 6 سيڪڙو ڪٽب آندو وڃي ٿو.

سيسي جي هيڊ آفيس ڪراچيءَ ۾ قائم آهي. هي ادارو 'خدمت' جي جذبي تحت قائم ٿيو جنهن جو اصل مقصد پورهيت طبقي جي فلاح ۽ انهن جي مالي امداد جون اسڪيمون متعارف ڪرڻ رهيو آهي. انهن اسڪيمن تحت 'سيسي' پنهنجي بجيٽ جو 70 سيڪڙو پورهيتن لاءِ صحت جي سهولتن تي خرچ ڪري ٿو ان کان سواءِ ڪنهن بيماريءَ، گهر ۾ زچگيءَ، ڪنهن ڏک لڳڻ يا معذور ٿيڻ، يا ڪنهن مزدور جي فوت ٿيڻ تي سندن مالي مدد ڪئي وڃي ٿي.

**سيسي تتر** (پکي): هيءُ تتر جو هڪ قسم آهي. انگريزيءَ ۾ هن کي See- See Partridge ۽ اردوءَ ۾ 'سيسي تتر' چئبو آهي. هن خوبصورت پکيءَ جو سائنسي نالو Ammoperdix griseogularis آهي. هن پکيءَ جو تعلق Phasianidae خاندان جي ذيلي ڪٽنب Perdicinae سان آهي.



هن پکيءَ جي جسماني ڊيگهه 23 کان 27 سينٽي ميٽر، پرن جي پکيڙ 39 کان 42 سينٽي ميٽر ٿئي ٿي، جڏهن ته وزن (بالغ پکيءَ جو) اٽڪل 190 کان 225 گرام ٿيندو آهي. جسامت ۽ ظاهري ڏيک ۾ هيءُ تتر گلابي سرخي مائل ميٽائي رنگ جي بخملي بدن، ڪنين ۽ ڦڪي رنگ جي هيٺاهين حصي سان ننڍي چڪور جهڙو لڳندو آهي. نر تتر جو مٿو نيراڻ مائل سرمائي رنگ جو هوندو آهي. هن جي اکين تي اڇي ۽ ڪاري رنگ جون ويڪريون پٽيون ٿين ٿيون، جيڪي اڳينءَ ڪلنگيءَ کان ويڪريون ۽ اک جي پٺين پاسي کان سوڙهيون ٿينديون آهن. هنن جي ڪنن جو هيٺيون حصو ڪاراڻ مائل سليٽي رنگ جو، ڳچيءَ جا ٻئي پاسا اڇي ۽ سليٽي رنگ جي ننڍن ٽٻڪن سان پريل، ڇاتيءَ جو مٿيون حصو معمولي گهرو گلابي ۽ پيٽ جو هيٺئين حصي کان ويندي ڪک ۽ پاسن تائين، ڊگهائيءَ ۾ عمودي ڪارين حاشين سان سرخي مائل ملائي رنگ

جو ٿيندو آهي. ڪاري رنگ جون هي لڪيرون افقي سطح تي وڏيڪ چٽيون ڏسڻ ۾ اينديون آهن. مادي سيسي تتر جو رنگ ڪلنگيءَ وٽان ڳاڙهاڻ مائل ڀورو، پٺيون پاسو آرپار ليڪن ڪانسواءِ سليٽي رنگ جو، نڙگهٽ ۽ ڳچيءَ جا هيٺيان پاسا اڇا ۽ گهري سليٽي داغن سان، ڇاتي گلابي ميٽائين رنگ جي، جنهن تي نرجي مقابلي ۾ ماديءَ ڪي ڪڪ تائين ليڪون گهٽ هونديون آهن. مادي تتر ڪي دنب وٽ هڪ نمايان ڪاري ليڪ هوندي آهي. نر ۽ مادي ٻنهي جي ڇهنب، ڄنگهون ۽ چنبا تيز گيڙو رنگ جا ٿين ٿا ۽ اک جي پتليءَ جو رنگ چمڪيلو پيلسرو هوندو آهي. آرام جي وقت هيءُ پکي ننڍن گولائي دار پرن ڪي گهٽي ياڳي بازو پوش ۾ لڪائي ويهندو آهي. ساڳيءَ ريت ننڍي گولائين پڇ ڪي پڙ ڍڪي ويهندو آهي، پراڏام وقت سندس پڇ مسلسل نظر ايندو آهي.

سيسي تترن جو وڏو انگ بلوچستان جي مٿانهن علائقن، سنڌ ۾ ڪوهستان، ڪيرٿر ۽ ٻين غيرآباد جابلو علائقن، پنجاب ۾ لوڻ جبلن ۽ خيبر پختونخوا ۾ ڪوهاٽ جي ڏکڻ طرف سخت جابلو علائقن ۾ ٿئي ٿو. سنڌ ۾ هي پکي، ڪراچي (گڏيجي آبشار) جي اتر اولهه ۾ موجوده ڪيرٿر جبل ۽ ان سان لاڳاپيل سلسلي جو مقامي پکي آهي. ان ڪانسواءِ بلوچستان جي ڏاکڻي علائقي نوشڪيءَ (nushki) جي آسپاس ۽ بلوچستان جي اولهه طرف جابلو علائقي ٽوباڪاڪڙ (Tobakakar) ۾ ڪثير تعداد ۾ ملن ٿا. هن ڪي ڳوٺن ۽ شهرن ۾ ماڻهو گهرن ۾ پاليندا آهن.

هي تتر عموماً جوڙين يا گروهن جي صورت ۾ هلندي نظر ايندا آهن. اڏامڻ جي ڀيٽ ۾ هلڻ کي ترجيح ڏيندا آهن. مختصر پنڌ تي ٿوري وقت لاءِ اڏامندا آهن.

سيسي تترجي خوراڪ ٻاڄين، پنن، گاهن جي ٻج، وڻ جي ساين ٽارين، رسدار ميون (ٻيرن وغيره) ۽ جيتن تي مشتمل آهن. مقامي سيسي تتر، ٻين تترن ۽ چڪور وانگر اونهاري ۾ مٿانهن علائقن ڏانهن لڏپلاڻ ڪرڻ بدران اتي ئي رهڻ پسند ڪندا آهن. مادي تتر هڪ ئي وقت 8 کان 14 يا وڌ ۾ وڌ 16 بيضا لاهيندي آهي، جيڪي اڇاڻ مائل ملائي رنگ کان پيلسري ڦڪي رنگ جا ٿين ٿا. بيضن جي مٿاڇري سطح بي داغ هوندي آهي. هن جي آري جو عرصو ايڪيهه (21) ڏينهن هوندو آهي، جنهن دوران نر سيسي تتر، ماديءَ سان ويجهڙائيءَ ۾ رهندو آهي.

عام طور هي تتر سڄو ڏينهن ٻوليندا آهن، پر صبح ۽ شام جي پهرن ۾ مسلسل ٻوليندا آهن. سيسي تترن کان ڇٽن منٽن تائين لاڳيتو ٻولي سگهندا آهن. هن تتر جو گوشت کائڻ ۾ لذيذ هوندو آهي.

**سيسي سنگرس** Close-Bared Sandgrouse/ Pterocles Lichtensteinii: هي پٽ تترجو قسم آهي. 25 سينٽي ميٽر جسامت جي پٿريلي رنگت واري هن ٽاڪرو پٽ تتر ڪي سڄي بت تي ڪاري رنگ جون ويجهيون ليڪون هونديون آهن. نر ۽ مادي جي رنگن ۾ ڪجهه فرق آهي. نر جو رنگ ڳاڙهسرو هيڊو يا هلڪو سُرخ آهي. ڍڍ ڍڳهو ۽ نوڪدار اٿس. پيٽ جو وچيون حصو ڪارو، ڳچيءَ ۽ اکين تي سرمائي پٽا، پرن جا پويان حصا ڏاريدار ٿين ٿا. ماديءَ ڪي پٺن تي، ڇاتيءَ تي ۽ مٿي چوٽيءَ تي ڪارا چٽ ٿين ٿا. نر ڪي مٿي ۽ ڇاتيءَ تي ميٽوڙي هيڊين ۽ ڪارين پٽين جون آرائشون ليڪون ٿين ٿيون. ماديءَ ڪي مٿي ۽ پيٽ تي ليڪون ڪونه ٿين. هي پکي سنڌ ۽ بلوچستان ڪانسواءِ يمن ۽ اتر آفريڪا ۾ به ٿئي ٿو. جيڪي نيم صحرائي علائقا آهن. هن پکيءَ کي پٿريلا علائقا پسند آهن، جتي ٻوڙن ڪي پناهه گاهه ناهي ٿو اڪثر ٻجن، ٻير ۽ ٻين ٻوڙن تي پلجي ٿو. ڏينهن جي گرميءَ وقت ٻوڙن ۾ آرام ڪندو آهي. هي پکي اُڃ اجهائڻ لاءِ روز صبح جو سوير يا سج لهڻ ڪانپوءِ پاڻيءَ تي اچي ٿو. ان جو آکيرو اڪثر پاڻيءَ جي ذخيري کان 30 ڪلوميٽر پري هوندو آهي. ٻچن لاءِ پاڻي آڻڻ جي ذميواري نر تي هوندي آهي، جيڪو پنهنجي پيٽ جي کنين کي پاڻيءَ ۾ ٻوڙي پري کڻي ايندو آهي. ان جو آکيرو، اگهاڙي فرش تي هلڪي کڏي جهڙو هوندو آهي، جنهن ۾ ڪنهن شيءِ جو پراءُ ڪونه هوندو آهي.



**سيف الدين، قاضي**: قاضي سيف الدين جو جنم 1948ع ۾ مٽياريءَ ۾ ٿيو. زرعي ترقياتي بئنڪ ۾ آفيسر رهيو آهي. سندس بنيادي شهرت اداڪار جي حيثيت سان آهي. اداڪاريءَ جي شروعات مٽياريءَ ۾ ٿيندڙ مختلف اسٽيج ڊرامن کان سيد يار محمد شاهه سان گڏ ڪيائين ۽ بعد ۾ پي. ٽي. وي (P.T.V) جي سنڌي پروگرامن ۾ حصو وٺڻ لڳو. هونئن ته گهڻن سنڌي پروگرامن ۾ پنهنجي فن عيوض مڃتا حاصل ڪيائين، پر مزاحيه خاڪن تي مبني مشهور پروگرام 'ڇهڇٽو' ۾ بهترين مزاحيه اداڪاريءَ سبب سڄي سنڌ ۾ مقبوليت ماڻي چڪو آهي. ان پروگرام ۾ سندس ٻه مڪالما 'ماڻهو آهين يا مڇر' ۽ 'دل جيرا مغز بڪيون، مون کي آهن سڄڻ مڪيون' گهڻي عرصي تائين عوام ۾ مقبول رهيا. ان کان سواءِ هڪ ٻيو مزاحيه خاڪن تي مشتمل پروگرام 'رس چس' سندس مشهوريءَ ۾ واڌاري جو سبب بڻيو.



مزاحيه اداڪاريءَ سان گڏ هن سنجيده ڪردارن ۾ به پاڻ ملهايو. ان ڏس ۾ پاڪستاني فوج پاران ڌاڙيلن جي خاتمي جي سلسلي ۾ ڪيل ڪوشش تي اردو زبان ۾ هڪ ڊرامو 'اجالي سي پهلي' ڏاهيو ويو، جنهن ۾ پاڻ مغوي واپاريءَ جو ڪردار بهترنموني ادا ڪيائين. ان کان اڳ، نورالهديٰ شاهه جي مشهور اردو ڊرامه سيريل 'جنگل' ۾ به مختصر ڪردار پيش ڪيائين.

پاڻ پنهنجي ملازمت ۽ نجي مصروفيتن سبب گهٽ وقت اداڪاري کي نه ڏئي سگهيو آهي، تنهن هوندي به سندس ڪيل مختصر ڪم ۽ مزاحيه ڪردارن کيس ڏسندڙن ۾ هر دلعزيز فنڪار جي درجي تي پهچايو آهي.

**سيف الله ابڙو:** ضلعي لاڙڪاڻي جو نامور سياسي ۽ سماجي اڳواڻ سيف الله ابڙو 20 ڊسمبر 1969ع تي ڳوٺ اگهم 2 وسند شاخ تعلقي رتيديري جي هڪ غريب گهراڻي ۾ جنم ورتو. سندس والد جو نالو قلندربخش آهي. هن 1991ع ۾ مهراڻ يونيورسٽي ڪاليج آف انجنيئرنگ نوابشاهه مان سول انجنيئرنگ جي ڊگري حاصل ڪئي، بعد ۾ سب انجنيئر جي نوڪري ڪئي، ڇئن سالن تائين ايمانداريءَ سان ذميواريون نڀايائين. بعد ۾ نوڪريءَ تان استعيفا ڏئي سماجي ڪم ۾ حصو وٺڻ لڳو. هن 2004ع ۾ سچل اتحاد جي نالي سان هڪ سماجي تنظيم جو بنياد وڌائين ۽ تنظيم جي پليٽفارم تان ڪيترن غريبن ۽ ضرورتمندن جي سهائتا ڪري رهيو آهي. ڪيترن ئي غريب ۽ بي سهارا ٻارن کي اسڪولن ۾ داخل ڪرائڻ، انهن جي لاءِ يونيفارم ۽ ڪتاب وغيره جو بندوبست ڪرڻ. ان کان علاوه هن وقت بوقت پنهنجي ذاتي خرچ تي ڪيترن ئي غريب نياڻين جون شاديون پڻ ڪرايون آهن ۽ پڙهيل لکيل نوجوانن کي ننڍا ننڍا قرض ڏئي ڪاروبار کولي ڏيندو آهي. ان کانسواءِ رتيديري شهر ۾ پاڻ هڪ ميڊيڪل ڊسپينسري قائم ڪرايائين ۽ ايمبولينس وغيره به پنهنجي ذاتي خرچ تي وٺي ڏنائين. ڪيترن ئي گهرن ۾ صاف پاڻيءَ جا نلڪا ۽ ڪيترن ئي غريب ماڻهن کي رهڻ لاءِ گهر پڻ ٺهرائي ڏنائين.



سيف الله ابڙو سياست ۾ به حصو وٺندو رهيو آهي. 2010ع وارين ملڪگير ٻوڏ دوران به هن لاڙڪاڻي ضلعي جي سيني ٻوڏ ستايلن ۾ امداد تقسيم ڪئي. پاڻ ڳوٺ اگهم 2، وسند شاخ، تعلقي رتيديري ۾ رهائش پذير آهي.

**سيف الله خان مگسي:** نواب سيف الله خان ولد محبوب خان مگسي، 1924ع ڌاري شهدادڪوٽ ۾ ڄائو. سندس وڏن جو تعلق جهل مگسيءَ سان هو. نواب قيصر خان مگسي (اول) سندس جد امجد هو. هن خاندان خانبهادر پير بخش کهاوڙ (اول) جي زماني ۾ شهدادڪوٽ ۾ سڪونت اختيار ڪئي.

نواب سيف الله نهايت قابل ۽ پرڪشش شخصيت جو مالڪ هو. اعليٰ تعليم حاصل ڪرڻ کانپوءِ سياست ۾ آيو ۽ پنهنجي خداداد صلاحيتن سان قومي سياست ۾ سرگرميءَ سان حصو ورتائين. نواب محبوب علي خان مگسي پنهنجي فرزند جي اعليٰ ذهانت ۽ لياقت ڏسي پنهنجي حياتيءَ ۾ ئي مگسي قبيلي جي پڳ کيس ٻڌائي قبيلائي جرڳن ۽ فيصلن ڪرڻ جا اختيار سندس حوالي ڪيا، جنهن کان پوءِ نواب سيف الله خان مگسي پنهنجي گهڻ رُخي شخصيت ۽ ڪردار سببان وڏي مقبوليت ماڻي. هو شهدادڪوٽ ۽ ميرو خان تڪ تان به پيرا سنڌ اسيمبلي جو ميمبر چونڊيو ويو.



نواب سيف الله خان جي هر دلعزيزيءَ سبب سندس دوستن جو هڪ وسيع حلقو هو. انهيءَ حلقي ۾ ٻين نامور شخصيتن سميت ذوالفقار علي ڀٽو به شامل هو. نواب سيف الله خان جا فيصلا مشهور هئا. بلڪ سندس وڏن وانگر 'ضرب المثل' سمجهيا ويندا هئا. سندس بنگلي تي سوين ماڻهو پنهنجا مسئلا کڻي ايندا هئا، هو سيني جا مسئلا ٻڌندو هو ۽ انهن جو تڙي تي تدارڪ ڪندو هو.

نواب سيف الله خان کي جوانيءَ ۾، 11 اپريل 1969ع ۾ شهيد ڪيو ويو. کيس پنهنجي اباڻي قبرستان واقع جهل مگسيءَ ۾ دفنايو ويو. سندس جوانيءَ ۾ شهادت تي مگسي قبيلي سميت ٻين قبيلن کي وڏو صدمو رسيو. جناب ذوالفقار علي ڀٽي، نواب سيف الله خان جي دوستيءَ کي هميشه زندهه رکڻ خاطر 'سيف الله ڪئنال' کٽايو. هن تاريخي ۽ يادگار رٿا سميت شهدادڪوٽ ميونسپل ڪائونسل طرفان شهر جي ڏکڻ طرف لاڙڪاڻي روڊ تي 'شهيد سيف الله گيٽ' به ٺهرايو ويو آهي.

نواب سيف الله خان جي وڏن مان نواب گل محمد خان 'زيب' ۽ مير يوسف عزيز خان مگسي (وفات: 31 مئي 1935ع) پنهنجي دور جا وڏا سياستدان، مدبر ۽ سنڌيءَ سميت فارسيءَ جا قادرالڪلام شاعر هئا. 'زيب' جا ڪيترائي ديوان لکنؤ پريس انڊيا مان شايع ٿيا. جن ۾ 'عالم پنج گلدسته' (فارسي) ۽ 'مخمسات زيب' (فارسي) سرفهرست آهن.

نواب سيف الله خان مگسيءَ کي نريني اولاد ۾ 7 فرزند: مير ذوالفقار علي خان، مير طارق علي خان، مير نادر علي خان، مير اڪبر علي خان، مير خالد علي خان، مير عامر علي خان ۽ مير ظفر علي خان آهن، جن جي رهائش شهدادڪوٽ ۽ جهل مگسي شهر ۾ آهي. نواب سيف الله خان جي پڳ سندس وڏي فرزند نواب ذوالفقار علي خان مگسيءَ تي رکيل

آهي. مير ذوالفقار علي خان مگسي، بلوچستان جو وڏو وزير ۽ گورنر به رهي چڪو آهي. نوابزادو مير نادر علي خان مگسي، سنڌ صوبائي اسيمبليءَ جو ڪيترا ڀيرا ايم. پي. اي ۽ صوبائي وزير رهي چڪو آهي. نوابزاده مير طارق علي خان ۽ نوابزاده عامر علي خان مگسي (ايم. اين. اي) سينيٽر رهيا آهن. نوابزاده مير خالد علي، جهل مگسيءَ جو ضلعي ناظم رهيو آهي. مير اڪبر علي خان ۽ مير ظفر علي خان زمينون سنڀالين ٿا. نواب سيف الله خان مگسيءَ جي سمورن فرزندن جو تعلق پاڪستان پيپلز پارٽيءَ سان آهي.

**سيف الله ميربحر**: هي اورنگزيب عالمگير جي زماني ۾ داروغي جي عهدي تي فائز هو. بادشاهه جي دکن پهچڻ تي هن کي خان جو لقب مليو. عالمگيري جلوس جي اٺاويهين سال انهيءَ عهدي تان معزول ٿيو. جڏهن شاهه عالم بهادر اجمير مان محمد اڪبر جي تعاقب ۾ روانو ٿيو ته هي بادشاهي دربار مان جنگ جا ڪجهه حڪم شهزادي کي پهچائڻ لاءِ مقرر ٿيو. هن جو وڏو پٽ مير اسد الله جنوني ڪيفيت وارو هو. هڪ غلطيءَ سبب هن تي عالمگيري عتاب به ٿيو ۽ هن کي مڪي ڏانهن روانو ڪيو ويو. حج ڪرڻ کان پوءِ بادشاهه جي خدمت ۾ حاضر ٿيو. جنهن ڪيس هڪ اهم منصب تي فائز ڪيو. لڪنا واري قلعي جي محاصري وقت هي مورچن تي پهچي خبرون آڻيندو هو. جنهن ڪري پيءُ وارو لقب 'خان' ڪيس مليو ۽ سندس عهدي ۾ به اضافو ٿيو. سيف الله ميربحر عالمگيري جلوس جي 29هين سال وفات ڪئي.

**سيف الملوڪ** (قديم ماڳ): هن کي 'سيف الملوڪ جي واءِ' به چون ٿا. سيف الملوڪ قديمي ماڳ تعلقي ۽ ضلعي بدين ۾ ڳوٺ محمد حسين بروهيءَ ويجهو ديهه ولهاري، پڪي سر ۾ واقع آهي. هي دراصل رهمڪي بازار جي رستي تي، هڪ پٽ وٽان ڪوهه ۽ عمارتن جي نشانين ۽ ٺڪراٺي تي مبني قديم آثار آهن، ڪوهه ۽ وڏو قبرستان ڪنهن قديم



تاريخ سانديي رکڻ جو ڏس ڏين ٿا. ڪوهه پٽ جي چوٽيءَ تي ۽ پڪين عمارتن جا نشان پٽ جي ڏاکڻين پاسي واقع آهن. هتي پٽ جي ويجهو هڪ تلاءُ به آهي، جيڪو پڻ قديم آهي. تلاءُ ۾ اڄ تائين برساتي پاڻي بيهي ٿو ان تلاءَ سان ڪيتريون روايتون وابسته آهن. تلاءَ کي عام طور 'پرين جو تلاءُ' چون ٿا. جڏهن ته ڪي مقامي ماڻهو تلاءَ کي 'اڇرانڊ جو تلاءُ' به ڪوٺين ٿا. تلاءَ لاءِ روايت آهي ته: "بديع الجمال پري هن تلاءَ وٽ رهندي هئي، جيڪا سهيلين سان گڏ تلاءَ ۾ روزانو غسل ڪندي هئي. شهزادو سيف الملوڪ پريءَ جي حسن جي هاڪ ٻڌي تلاءَ تي آيو ۽ پٽ جي ڏاکڻين پاسي محلات اڏائي رهڻ لڳو هتي هڪ ڪوهه پڻ ٺهرايائين. موجوده عمارتن جا نشان ۽ ڪوهه ان جا يادگار آهن.

ڪيڻ شهر کان هيءُ ماڳ ڪجهه ئي ڪلوميٽرن جي پنڌ تي آهي. علائقي ۾ زرخيزي آهي. خاص طور مُقام ۽ ڪوهه جي آسپاس فطري خوبصورتي، ساوڪ ۽ خوشگوار ماحول سبب مقامي ماڻهو هن هنڌ کي 'سيف الملوڪ' جي نالي سان ڪوٺين ٿا. هتي موجود ساوڻ گهاٽن وڻن لاءِ روايتون آهن ته تلاءَ جي ڪناري سان وڏا وڻ بديع الجمال پريءَ ۽ سندس سهيلين پاران ڪوڙيل ڏنڊڻن مان ڦٽل آهن. هينئر سوڏو انهن وڻن کي ڪو به سڃاڻي نه سگهيو آهي ته اهي ڇا جا وڻ آهن.

هن ماڳ تي ڪجهه قديم قبرون آهن ۽ وڏي ايراضيءَ تي پراڻي زماني وانگر ڪارب جون نڪتل پڪيون سرون به پکڙيل آهن. هتان ڪجهه ڀڳل ٿانون جا حصا به هٿ ڪيا ويا آهن. سرون ويڪريون لسيون آهن، جن تي گهڙاوت جو ڪم ڪيل آهي.

پڪين سرن جي ٻڌل قديم ڪوهه جي اوساري چيروليءَ سان ڪيل آهي. ڪوهه نهايت اونهو آهي، جنهن ۾ هينئر سوڌو پاڻي آهي. هن وقت تائين قديم آثارن جي ماهرن هن ماڳ بابت ڪي به شاهديون گڏ نه ڪيون آهن ۽ نه ئي خاص قسم جي تحقيق ٿي آهي. فقط مقامي ماڻهو لوڪ روايتن جي آڌار تي هن کي سيف الملوڪ ۽ بديع الجمال پريءَ سان جوڙين ٿا. انٿروپالاجيءَ جي ماهر ذوالفقار ڪلهوڙي جي تحقيق مطابق ته هيءُ ماڳ سما دور سان تعلق رکي ٿو. ماڳ وارياسي هنڌ تي آهي، چوڌاري ٽِبون اٿس، ساوڪ ۽ قدرتي سونهن علائقي ۾ سرس آهي. ڪجهه حصي تي ٺڪراٺو ۽ سرن جا ڀڳل ٽڪرا وڏي تعداد ۾ پکڙيل آهن. جنهن مان معلوم ٿئي ٿو ته هتي گهڻو اڳ ۾ انساني وسندي هئي. جيڪا ڳالهه هتي سيف الملوڪ جي محلات واري روايت جي پڻ تائيد ڪري ٿي. آسپاس ۾ چڱا فصل پڻ ٿين ٿا. هي ماڳ نظرانداز ٿيل هڪ قديم ماڳ آهي، جنهن تي تحقيق ڪرڻ ۽ ان جي سار سنڀال لهڻ جي فوري ضرورت آهي. مقامي ماڻهو ماڳ سان ڀيون به ڪيتريون روايتون جوڙين ٿا.

**سيف الملوڪ ڍنڍ**: سيف الملوڪ ڍنڍ، ملڪ جي اترين علائقن ۾ ڪاغان ماٿريءَ ۾ ناران ڳوٺ ويجهو، خيبر لڪ جي سرنگهه (Tunnel) وٽ واقع آهي. هي ڍنڍ دنيا جي خوبصورت ترين ڍنڍن ۾ شمار ٿئي ٿي. هيءَ ڍنڍ گليشيئرن مان نڪرندڙ پاڻيءَ مان ڀرجي ٿي. هيءَ ڍنڍ 3224 ميٽر/ 10570 فوٽ سامونڊي سطح کان اوچائي ۽ "34 '52.37 $34^0$ اتر ويڪرائي ڦاڪ ۽ "71 '41.37 $73^0$ اوڀر ڊگهائي ڦاڪن تي موجود آهي. اها هزاره ڊويزن جي مانسهره ضلعي ۾ پوي ٿي. هن ڍنڍ تي فطرتي ماحول کي ڏسڻ لاءِ هزارن جي تعداد ۾ ڏيهي توڙي پرڏيهي سياح ايندا رهندا

آهن. جبلن جي وچ ۾ موجود هن ڍنڍ جو ماحول ۽ صاف شفاف پاڻي سياحن جي ڪشش جو مرڪز آهي. ڍنڍ جو پاڻي ايترو ته شفاف آهي، جو



سيف الملوڪ ڍنڍ جو هڪ منظر

ڍنڍ جي تري ۾ موجود شيون به نظر اچيو وڃن. ڍنڍ جي فطرتي ماحول ۾ سياح خوب لطف ماڻيندا آهن. ڍنڍ جي شفاف پاڻيءَ ۾ ملڪا پربت نالي جبل جو عڪس به ڏسڻ وٽان هوندو آهي. سخت سردين ۾ هن ڍنڍ جي مٿاڇري تي برف جمي ويندي آهي. اتان جا مقامي ماڻهو هن ڍنڍ کي 'پرين جو آستان' به ڪري سڏيندا آهن.

**سيف الملوڪ ۽ بديع الجمال جو قصو:** سيف الملوڪ ۽ بديع الجمال جو قصو هڪ رومانوي داستان آهي، جنهن جو فارسي ادب ۾ تذڪرو موجود آهي. ڊاڪٽر بلوچ پنهنجي ڪتاب 'سنڌ جا لوڪ داستان' (19) ۾ هن قصي کي درج ڪيو آهي، جنهن ۾ هن 12 روايتون بيان ڪيون آهن، جن ۾ تاريخ طاهريءَ ۾ ڇپيل منظوم قصو ۽ سيف الملوڪ سرائيڪي لطف عليءَ جو بيان ڪيل قصو به شامل آهن. 11 روايتون هن قصي کي مصر جي شهزادي ۽ دوشيزه جي رومانوي داستان سان ڳنڍين ٿيون، جڏهن ته تاريخ طاهريءَ (فارسيءَ) وارو قصو سنڌ سان وابسته ڄاڻايل آهي.

سيف الملوڪ سومرا دور جو مشهور وڻجارو هو. سڄيءَ سنڌ ۾ ٻيڙن ذريعي واپار ڪندو هو. جنهن جي زال 'بديع الجمال' انتهائي خوبصورت هوندي هئي (جنهن کي ڪن روايتن ۾ پري به لکيو ويو آهي)، جنهن کي حاصل ڪرڻ لاءِ وقت جي حاڪم دلوراءِ سومري محصول جي بهاني سندس ٻيڙا روڪيا هئا. سيف الملوڪ ڪيس محصول ڏيڻ چاهيو پر دلوراءِ ڪيترن ئي مختلف طريقن سان قافلي کي تنگ ڪندو رهيو. سيف الملوڪ جو قافلو دلوراءِ جي حڪم تي رڪيل ئي هو ته رات ٽيڻ ڪانپوءِ درياهه ۾ هڪ جاءِ وٽان اوچتو ڦاٽ پيو جيڪو قافلي لاءِ ڀڄي نڪرڻ جو ذريعو بڻيو. پوءِ سيف الملوڪ پنهنجو قافلو وٺي ان ڦاٽ ذريعي اڳتي پراڻ ڍوري سان وڃي مليو ۽ ان رستي سندس قافلو رات جي اونده ۾ لاڙ پهچي ويو. جڏهن سندس ٻيڙا آمريءَ جي گهيڙ وٽ پهتا، تڏهن ڪيس خبر پئي ته هتي جي وڻن کي لاکي ڦلاڻيءَ

اوڍاڻي ڏني هئي، تڏهن پاڻ ننڍيا ننڍيا زيور ٺهرائي وڻن کي پارائي چڙهايئين. پوءِ سيف الملوڪ لاڙ واري پاسي رهيو. سندس باقيات جا نشان پراڻ ڍوري جي ڪاهي ڪپ تي پتڻ پرسان ملن ٿا. سيف الملوڪ ۽ بديع الجمال جون قبرون جسيرل جي پڙي تي تعلقي ڏڱهڙيءَ ۾ موجود آهن.

سيف الملوڪ ڍنڍ جي حوالي سان منسوب ڪهاڻيءَ ۾ سنڌ کان جدا روايتون به آهن.

سيف الملوڪ ۽ بديع الجمال جي قصي بابت سنڌو ماٿريءَ جي مٿانهين پٽ ۾ هڪ مختلف روايت آهي ته اهو هزاره خطي جو هڪ ڪلاسيڪي قصو آهي، جنهن کي اتان جي هڪ شاعر ميان محمد بخش پنهنجي شاعريءَ ۾ ڳايو آهي، جنهن جو عنوان 'سيف الملوڪ' آهي ۽ اها شاعري پهاڙي/ هندڪو ٻوليءَ ۾ آهي، جنهن کي هزاره، پوٺوهار ۽ ڪشمير جي علائقن ۾ وڏي مقبوليت حاصل آهي. اتي مروج قصو بالاڪوٽ جي هڪ اديب احمد حسين مجاهد، اردوءَ ۾ بيان ڪيو آهي، جنهن جو تت هن ريت آهي:

. . . . چون ٿا ته جڏهن حضرت يوسف ؑ کان ڪنهن پڇيو ته توهان کانپوءِ دنيا ۾ سڀ کان سهڻو مرد ڪير ٿيندو ته پاڻ ٻه مهرون ٺهرايائين، جن تي تصويرون اڪريل هيون ۽ چيائين ته منهنجي پوين مان جنهن وٽ



سيف الملوڪ ۽ بديع الجمال جي خيالي تصوير

اهي مهرون ڏسو ته اهو مون کانپوءِ سهڻو مرد هوندو. گهڻن سالن کانپوءِ شهزادي سيف الملوڪ کي اهي مهرون مليون ته انهن مان هڪ تي سندس تصوير هئي ۽ ٻيءَ تي شهزادي بديع الجمال جي تصوير هئي. ان کي ڏسڻ سان سيف الملوڪ کي ان سان پيار ٿي ويو ۽ ان جي ڳولا ۾ نڪري پيو. ڪنهن درويش جي ڏس ڏيڻ تي هو سيف الملوڪ ڍنڍ واري مقام تي آيو. جنهن وٽ نه ڪو وڻ ٽڻ هو نه ڪو کاڌو پيتو. ڏکيا سکيا 12 سال انتظار ۾ گذارڻ کانپوءِ نيٺ هڪ ڏينهن هڪ پري ساهيڙين سان گڏ ان ڍنڍ تي وهنجڻ لاءِ اچي لٿي. اها پري بديع الجمال هئي (جنهن کي ڪن روايتن ۾ بدر الجمال به لکيو ويو آهي)، اتي سيف الملوڪ کي خبر پئي ته هن پريءَ جو روح اتان جي سڀ کان اتانهين چوٽيءَ واري جبل تي

رهندڙ راڪاس وٽ قيد ٿيل آهي. بهرحال وڏيون جنگيون جوٽڻ کانپوءِ سيف الملوڪ ان راڪاس کي ماري مڃايو. پر ان راڪاس، پريءَ جا پَرَ لڪائي ڇڏيا هئا. جنهن تي هوءَ ڪجهه پريشان ٿي. پر پوءِ سيف الملوڪ ڪيس پنهنجي پيار جو يقين ڏياري شاديءَ تي آماده ڪيو. اتي پربتن تي هڪڙو 'سفيد ديو' به رهندو هو. جيڪو پڻ بديع الجمال سان پيار ڪندو هو. جنهن کي جڏهن اها خبر پئي ته هن جي شادي سيف الملوڪ سان پئي ٿئي ته هن هڪ وڏي رڙ ڪئي. جنهن سان جبلن جي وچ ۾ ڍنڍ واري جاءِ ٺهي وئي ۽ سندس وهندڙ لڙڪن مان اها ڍنڍ پرجي وئي. تڏهن کان ان ڍنڍ تي 'سيف الملوڪ' جو ۽ ان جبل تي 'ملڪا پربت' (پريءَ جو) نالو پئجي ويو.

**سيف بخاري اڪيڊمي، هالا:** هن علمي، ادبي تنظيم جو بنياد 16 مارچ 1997ع تي هالا ۾ رکيو ويو. هن جي باني ميمبرن ۾ امتياز ابڙو، منوج ڪمار، ڊاڪٽر مخمور بخاري، ڪوثر هالائي، راجا امجد بلوچ، اياز احمد ميمڻ، جاويد لاڙڪ ۽ نصيرالدين شاهه بخاري شامل آهن. هن تنظيم جو بنياد نوجوان شاعر سيد سيف بخاريءَ جي شهادت کانپوءِ سندس ياد ۾ رکيو ويو. هن تنظيم جي مقصدن ۾ نون لکندڙن جي لکڻين کي ادبي ڪلاسن ۽ تعميري تنقيد جي ذريعي بهتر بڻائڻ، هالا جي ختم ٿيندڙ ادبي ماحول کي ٻيهر جيئارڻ خاطر ٽماهي مشاعرا ۽ ادبي سيمينار ڪرائڻ، هالا جي مالي حوالي سان ليکڪن جي لکڻين کي ڪتابي صورت ۾ شايع ڪرائڻ، ننڍي خواه وڏي پيماني تي ادبي پروگرام ڪرائڻ ۽ ڪتابي ميلا لڳرائڻ، شهيد سيف بخاري تنها جي لکڻين کي شايع ڪرائڻ شامل آهي.

هن اڪيڊميءَ جو ڪاروهنوار هلائڻ لاءِ ٽن باني ميمبرن تي مشتمل هڪ ڪميٽي مقرر آهي، جنهن بعد ٻين ميمبرن سان عهديدار چونڊيا ويندا آهن. خاطر هڪ پڌرنامو ۽ عبوري آئين اڪيڊميءَ جي ٽن باني ميمبرن جوڙيو. ان بعد عهديدار چونڊيا ويا. اهڙيءَ طرح هن اڪيڊميءَ پنهنجي قيام کانپوءِ پندرهن روزه ادبي ڪلاس هلائڻ شروع ڪيا، جنهن ۾ نون لکندڙن جي حوصلا افزائي ڪئي ويندي هئي. ان کانسواءِ هن اڪيڊمي پنهنجي محدود مالي وسيلن هوندي به مئي 1997ع ۾ شهيد سيف بخاري 'تنها' جو شعري مجموعو 'سرس آهي سونهن ۾' شايع ڪرايو. ان کان سواءِ اڪيڊمي ننڍا مشاعرا، ادبي ڪڏجاڻيون ۽ سنڌي ادبي ادارن ۽ اديبن ڏانهن پڻ مختلف موضوعن تي خط و ڪتابت جاري رکندي پئي اچي. ان کانسواءِ هن اڪيڊميءَ طرفان هڪ لائبرري قائم ڪئي وئي آهي، جنهن ۾ ڪيترائي ناياب ڪتاب ۽ قلمي نسخا موجود آهن.

**سيفل** (ديهه): تعلقي ڪنڊڪوٽ جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

ميوو ڪوسو، دين محمد، رسول بخش، تاج محمد، محمد بخش ملڪ، محمد حيات ننڊواڻي، ربن ننڊواڻي، ڳاهي خان ۽ ميوو ڪوسو.

**سيفو_** شاعره (620- 565 ق. م): مشهور يوناني شاعره سيفو جو شمار يونان جي عظيم شاعرن ۾ ٿئي ٿو. سيفو يونان ۾، مائٽيلن (Mytilene) جي 'ليسباس' ٻيٽ تي ڄائي هئي.



سندس پيءُ ان وقت وفات ڪئي، جڏهن هوءَ ڇهن سالن جي مس هئي. عام طور چيو وڃي ٿو ته سندس شادي سَرڪولاس نالي هڪ امير واپاريءَ سان ٿيل هئي، جنهن مان ڪيس هڪ ڌيءَ به هئي، جنهن جو نالو ڪليس (Clies) هو. پر 'فون' (Phoan) نالي ماڻهوءَ سان سندس پيار کي افسانو قرار ڏنو وڃي ٿو. جيتوڻيڪ هوءَ شاهوڪار خاندان مان هئي، پر سندس شاعريءَ ۾ اميرن جي سياست ۽ طبقاتي چڪتاڻ جو ڪو به اهڃاڻ نه ٿو ملي، هوءَ پنهنجي مڙس يا پائرن جي سياسي ڪردار جي ڪري يونان جي هڪ جابر حڪمران پٽاڪس خلاف رٿابنديءَ ۾ شريڪ ٿي هئي، ۽ ڪجهه عرصي تائين سسليءَ ۾ جلاوطن به ٿي هئي. چيو وڃي ٿو ته هن ان جلاوطنيءَ کان وڌيڪ زندگيءَ جو عرصو 'ليسباس' ۾ گذاريو هو. ۽ اندازاً 565 ق. ۾ وفات ڪئي هئائين.

چيو وڃي ٿو ته ڇهين صدي (ق. م) ۾ 'لسباس' ٻيٽ جون خاندانی (اشرافيه) عورتون شاعري ڪرڻ ۽ پڙهڻ لاءِ غير رسمي محفلن ۾ گڏ ٿينديون هيون، ۽ سيفو عورتن جي اهڙين انجمنن مان هڪ جي صدر هئي. هن جون مداح عورتون ڏورانهن هنڌن تان سندس شاعري ٻڌڻ اينديون هيون. هن ايوليائي لهجي ۾ شاعري ڪئي ۽ ان لاءِ مختلف بحر (meters) ڪم آندا. جن مان هڪ بحر جو نالو ئي 'سيفڪ' پئجي ويو. هن جي شاعري سادي هئي ۽ ادبيءَ بجاءِ عوامي هئي.

سيفو جي زندگيءَ جي ڪهاڻي اصل تاريخي بنيادن بدران داستان گوئيءَ واري نموني بيان ڪئي وئي آهي. البت اهو چڱيءَ ريت معلوم آهي ته هوءَ هڪ مشهور شاعر عورت هئي. جنهن وٽ ڪيتريون ننڍڙيون نينگريون علم حاصل ڪرڻ لاءِ ليسباس ٻيٽ تي اينديون هيون ۽ ايفروڊائيٽ ديويءَ لاءِ مخصوص پوڄا ۽ شيوا ۾ حصو وٺنديون هيون. 19 صديءَ تائين سندس شاعري زباني روايتن ۾ موجود هئي. پر پوءِ ڪجهه ڪاغذي ٽڪرن (Papyrus fragments) تي سندس شاعري ملي آهي، جنهن ۾ شاعريءَ جا ٽي رنگ ملن ٿا: (1) ذاتي/ شخصي، (2) گهٽ شخصي ۽ لوڪ انداز، ۽ (3) شاديءَ جا گيت. هي گيت گهڻو ڪري ليسباس ۾ سندس اردگرد جمع ٿيندڙ انهن ڇوڪرين ۽ عورتن جي باري ۾ لکيل آهن. جن کي هوءَ ڳائڻ ۽ موسيقي وغيره جي سکيا ڏيندي هئي.

1902ع ۾ 'تنالي هارفي' سيفوءَ جي ساراهه ۾ شاعري ڪئي ۽ پنهنجي محبوبا 'ريني وويئن' سان گڏجي 'لسباس' جي زيارت ڪئي ته جيئن 'سيفڪ ماڊل' تي ٻڌل شاعريءَ جي مڪتب جي ڄاڻ حاصل ڪري.

سيفوءَ جي حمايت ۾ 1972ع ڌاري سڊني ايبٽ ۽ ’برنانس لو‘ جي ڪتاب ’Sappho was a Right on Woman‘ وڏي شهرت حاصل ڪئي.

سيفوءَ جي شاعريءَ جا اثر 2،500 سال گذري وڃڻ ڪانپوءِ به اڄ تائين محسوس ڪيا وڃن ٿا. سيفوءَ جي شاعريءَ ۾ ٻين عورتن لاءِ رقابت ۽ محبت جا جذبا به ملن ٿا. سندس پسنديده عورتن ۾ اٿيس، اناڪٽوريا، گونجائلا ۽ مناسيديڪا جا نالا ڇپيا وڃن ٿا.

سيفوءَ جي اڄ تائين مليل نظمن/ گيتن مان ڪو به مڪمل نه آهي، پر جيڪي مليا آهن، سي ڏاڍا خوبصورت آهن. هن جو ڊگهي ۾ ڊگهو نظم 20 سٽن جو آهي، پوءِ به قديم شاعرن ۾ سيفوءَ کي يونان جي اوائلي مترنم (lyrical) شاعرن ۾ شمار ڪيو ويو آهي. افلاطون ڪيس ’فن جي ڏهين ديوي‘ سڏيو آهي، جڏهن ته سندس شاعريءَ لئٽن شاعرن- ڪيٽولس ۽ اووڊ کي ڪافي متاثر ڪيو آهي.

اهو معلوم نه آهي ته سيفوءَ جي زندگيءَ ۾ سندس نظم / گيت ڪهڙيءَ ريت مقبول ٿيا يا ڇپيا، پر اهو معلوم ٿئي ٿو ته ٽين يا چوٿين صدي (ق. م) ۾ سندس بچيل تحريرون ڏهن ڪتابن جي صورت ۾ ملن ٿيون، جن مان 9 غنائي (lyrical) شاعريءَ جا ۽ هڪ نثر جو ڪتاب، نائين صدي عيسويءَ ۾ سيفوءَ جون تحريرون/ نظم ٻين ليکڪن جي تحريرن ۾ اقتباس جي صورت ۾ ملن ٿا.

سيفوءَ جي شاعري دنيا جي ڪيترين ئي ٻولين ۾ ترجمو ٿي چڪي آهي، جن ۾ سنڌي ٻولي به شامل آهي. ڊاڪٽر فهميده حسين پنهنجي ڪتاب ’دنيا جون شاعر عورتون‘ (ترجمو) ۾ سيفوءَ جا ڪجهه نظم ترجمو ڪري ڏنا آهن، جن مان به هيٺ ڏجن ٿا:

(1)

**نياڻيءَ جو پاڳ:**

اسين لوڙهيون ٿا،
هيءَ دکي هن ٻيڙيءَ ۾
انهن لفظن سان ته:
”هن ۾ رک آهي،
نندي نيٽي ٿماس جي،
جنهن کي ’پرسي فون‘ سان
زوريءَ پوريو ويو هو،
ان پرٽيل حالت ۾،
اونداهيءَ کوٺيءَ اندر-
۽ هن گهر کان ٻي گهر
جلاوطن ننڍڙي نياڻيءَ خاطر
هڪ جيڏين ڏک ۾
تيز تکا بليڊ کڻي
پنهنجا سهڻا سندر وار
ڪوڙي ڇڏيا هئا!“

(2)

**هُو ۽ تون:**

هُو ڪنهن سورمي ڪان به وڌ،
منهنجي لاءِ جڻ ته خدا آهي.
ها، اُهو ئي ماڻهو جنهن کي
تنهنجي پرسان ٻيهاريو ويو آهي.
اُهو جيڪو تنهنجا مٺڙا ٻول،
تنهنجي سُس پُس، ڪن ڏئي
پيار مان ٻُڌي رهيو آهي،
اُها جادوءَ ڀري کِل کِلي رهيو آهي،
جا منهنجي دل جي ڌڙڪن وڌائيندي آهي.

***

جيئن تو سان اوچتو ملڻ سان،
ماٺ ٿي وڃان ٿي،
سو اُن لاءِ ته
منهنجي زبان جڻ ڦٽجي پئي آهي،
منهنجي تن اندر ڪا ئي
باهه ٻري وئي آهي.
ڏسان ٿي، نه ڪي ٻڌان ٿي
بس جڻ پنهنجا ئي ڪن وڄن ٿا.
پگهر ۾ پُسي ڏڪان ٿي،
هيڏي سُڪل گاهه جيان
هيڏي ٿي وڃان ٿي.
اهڙي وقت موت مونکان
ڪو ايڏو دُور ته نه آهي.

(ترجمو: ڊاڪٽر فهميده حسين)

**سيڪنڊ** (Second) : سيڪنڊ وقت جو ايڪو آهي. ماپ جي سرشتن ۾ وقت جو بنيادي ايڪو سيڪنڊ سڏجي ٿو. سيڪنڊ عملي طور تي منٽ جو 1/60، ڪلاڪ جو 1/3600 ۽ ڏينهن جي 24 ڪلاڪن جو اٽڪل 1/86400 حصو ٿئي ٿو. جيئن ته ڏينهن ننڍو وڏو ٿئي ٿو، ان سبب سيڪنڊ جي وڌيڪ تز طريقي سان وضاحت ڪرڻ ضروري سمجهي ويئي. ڪيترن سالن تائين شمسي ڏينهن (Solar Day) جي موسمي تبديلين کان سواءِ سراسري 1/86400 حصي طور وضاحت ٿيندي رهي. جيئن ته زمين جي گردش سدائين هڪجهڙي نه ٿي رهي، ان سبب سيڪنڊ جي جنتري/ ٽيپڻي (Ophemeris Time) جي حوالي سان. سال 1956ع ۾ فلڪياتي جسمن جي حرڪت جي قانون مطابق نئين سر وضاحت پيش ڪئي وئي، جنهن هيٺ هڪ سيڪنڊ. 1900 جي ٽراپيڪل سال جي 1/31، 556،925.9747 ديگهه برابر آهي. 1967ع ۾ ماپ ۽ تور جي بين الاقوامي ڪميٽيءَ (International Committee on Weights and Measures) هڪ سيڪنڊ کي اهو عرصو قرار ڏنو، جيڪو سيسم-133 ائٽم کي 9،192،631،770 لرزشون مڪمل ڪرڻ ۾ لڳي ٿو.

سيڪنڊ جي وڌيڪ ننڍين يونٽن ۾ هيٺينءَ طرح سان وضاحت ڪئي وئي آهي:

| | |
|---|---|
| ملي سيڪنڊ | (Milli Second) |
| مائڪروسيڪنڊ | (Micro Second) |
| نئنوسيڪنڊ | (Nano Second) |
| پيڪوسيڪنڊ | (Pico Second) |
| فيمٽوسيڪنڊ | (Femto Second) |
| اٽوسيڪنڊ | (Atto Second) |
| زيپٽوسيڪنڊ | (Zepto Second) |

**سيڪيولر ازم:** سيڪيولرازم انساني معاشري جي تنظيم ۽ ضابطي جو اهڙو رياستي نظام آهي، جيڪو ظاهري طور تي طئي ٿيل جاگرافيائي حدن ۾ پيدا ٿيندڙ ۽ رهندڙ سڀني انسانن جي بنا ڪنهن متڀيد جي تحفظ، ڀلائي ۽ ترقيءَ جي ذميواري قبول ڪري ٿو. سيڪيولر رياست اُنهن مقصدن جي حاصلات لاءِ عام سمجهه گڏيل صلاح (مشوري) ۽ انصاف جا اصول ڪتب آڻي ٿي.

انساني معاشرو هڪ نامياتي مظهر آهي، جيڪو تبديل ٿيندڙ آهي. تاريخي طور معاشري کي منظم ڪرڻ لاءِ مختلف رياستي نظام اختيار ڪيا ويندا آهن. ڪڏهن ڪنهن خاص خاندان کي حڪمرانيءَ جو حق بخشيو ويندو آهي، ڪڏهن ڪنهن مخصوص نسل يا ٻوليءَ سان تعلق رکڻ وارن کي حڪمرانيءَ جو حق ملندو آهي. ڪٿي ڪنهن خاص عقيدي جي اڳواڻ کي حڪمرانيءَ جي رتبي لاءِ اهل قرار ڏنو ويندو هو. انهن مختلف نظامن مان رياست جي نهڻ جو مقصد به تبديل ٿيندو رهيو. ڪٿي رياست جو مقصد شخصي اقتدار روشنيءَ جو عهد چئبو هو ته ڪٿي رياست جو نصب العين ڪنهن خاص نسل يا قبيلي جي فائدي لاءِ ملڪ جي مالڪي سمجهيو ويندو هو. ڪڏهن رياست کي ڪنهن خاص عقيدي جي واڌ ويجهه لاءِ هٿيار بڻايو ويندو هو پر سيڪيولر رياست ان جي برعڪس هوندي آهي.

هزارن سالن جي تجربن جي روشنيءَ ۾ آخرڪار انسان اُن نتيجي تي پهتو ته رياستي بندوبست جون هي سڀئي صورتون معاشري ۾ امن، تحفظ، انصاف ۽ زندگيءَ جي معيار ۾ بهتري نه آڻي سگهيون آهن. ان ڪري انهن جي حاصلات جو بهترين طريقو اهو آهي ته رياست مان حڪمران ۽ رعيت جو فرق ختم ڪري سڀني شهرين کي رياست جو هڪجهڙو رڪن تسليم ڪيو وڃي ۽ مختلف الاهي يا نظرياتي مقصدن بجاءِ رياست کي انسانن جي دنياوي زندگي بهتر بنائڻ جو ذريعو قرار ڏنو وڃي. رياست کي صرف اهڙن معاملن ۾ دخل اندازيءَ جي اجازت هئڻ گهرجي، جن کي غيرجانبدار سطح تي پرکيو ۽ جاچيو وڃي.

سيڪيولر رياست جو اصطلاح لاطيني لفظ Speculum مان نڪتل آهي، جنهن جي لغوي معنيٰ آهي دنيا يا زمين تنهنڪري سيڪيولرازم ۾ رياست جو مقصد پنهنجي دنياوي يا زميني زندگيءَ کي بهتر بنائڻ آهي. سيڪيولر رياست پنهنجي شهرين کي، پيٽ لاءِ خوراڪ، بدن تي پوشاڪ ۽ مٿيءَ جي ڇت ڏيڻ جي ذميواري کڻندي آهي. اُنهن لاءِ مناسب روزگار ۽ مناسب تفريحن جي فراهمي رياست جي ذميواري آهي. رياست شهريءَ کي علم جي حاصلات ۽ مختلف لطيف فنن (Fine Arts) لاءِ ذوق پيدا ڪرڻ جو موقعو فراهم ڪندي آهي. سندن جان مال ۽ شخصي آزادين جي حفاظت ڪندي آهي. زندگيءَ کي آرامده بنائڻ جي ذميواري کڻندي آهي.

سيڪيولر رياست جو فرض آهي ته اهڙا قانون، ادارا ۽ پاليسيون جوڙي، جن جي مدد سان معاشري مان ڏوهه ۽ تشدد ڪي ختم ڪري سگهجي. جهالت مٽجي سگهي، غربت جون پاڙون پٽجي سگهجن ۽ بيمارين کي روڪي سگهجي.

سيڪيولر رياست ۾ اقتدار اعليٰ عوام جي ملڪيت هوندو آهي. گڏوگڏ سيڪيولر رياست جون جاگرافيائي حدون طئي ٿيل هونديون آهن. شهرين جي هر قسم جي متڀيد کان مٿي هڪجهڙائي (برابري) سيڪيولر رياست جو بنيادي اصول آهي. سيڪيولر رياست جو اولين مقصد شهرين جون بنيادي ضرورتون پوريون ڪرڻ ۽ سندن زندگيءَ جو معيار بهتر بنائڻ آهي.

سرمائيداريءَ جي اوسر ڪانپوءِ ٻه وڏا نظريا اسان جي سامهون آيا، جيڪي پنهنجي نوعيت ۾ عام مادي حالتن جي پيداوار ۽ آفاقي ڌارن کان مڪمل طور تي ڌار هئا. سرمائيداريءَ جي اوسر ڀهريون نظريو، جمهوريت جي شڪل ۾ دنيا جي سامهون آيو، جنهن کي لڳ ڀڳ دنيا جي هر ملڪ قبوليو ۽ اُن جي ڪنهن به ملڪ ۾ ظاهري مزاحمت نه ٿي.

ٻيو نظريو ڪارل مارڪس، ڪميونزم جي فلاسافيءَ جي ناليءَ ۾ پيش ڪيو، جيڪو سوشلسٽ تحريڪ جي صورت ۾ سڄيءَ دنيا ۾ ڇانئجي ويو. جن ملڪن ۾ سوشلسٽ انقلاب نه به آيا، اُتي سوشلسٽ تحريڪون ايتريون مضبوط هيون، جو انهن کان حڪمران قوتون هر وقت خائف رهيون. اُنهن نظرين جي ڪاميابيءَ اِن ڳالهه مان ثابت آهي ته سرمائيداريءَ ۾ آفاقي مذهبي نظريا پنهنجي اهميت وڃائڻ لڳا ۽ خود انسانن جا پنهنجا زندگيءَ لاءِ ناهيل نظريا، آفاقي نظرين کان وڌيڪ عالمي مقبوليت حاصل ڪري ويا.

جمهوريت بنيادي طور هڪڙو سياسي نظام هو، جيتوڻيڪ اُن جا انساني زندگيءَ تي جامع اثر پيا ٿي، پر اُن جو سمورو زور رياست جي سياسي شڪل جي جوڙجڪ تي ٻَڌل هو اُن ڪري جمهوري ملڪن ۾ آفاقي نظرين جي زور کي ٽوڙڻ لاءِ ’جمهوريت‘ سان گڏ ’سيڪيولرازم‘ جي به ضرورت پئي ۽ اُهي ٻئي نظريا گڏ گڏ هلي هڪڙو بهترين انساني سماج تشڪيل ڪرڻ جي اهل ٿي سگهيا. اُن جي ابتڙ سوشلزم پنهنجي جوهر ۾ ته اقتصادي نظام هو پر ان جي عمل جو دائرو پوري معاشرتي زندگيءَ تي حاوي هو. سوشلسٽ معاشرو سياسي ڍانچي سان گڏ سماجي ڍانچو به ڪٽي هليو. سوشلزم پنهنجي جوهر ۾ سيڪيولر هئڻ

ڪري پنهنجي تعليمات ۾ مذهب کي بنياد کان ئي رد ڪري ٿو. جنهنڪري سوشلسٽ معاشري ۾ سيڪيولرازم کي الڳ رکڻ جي ڪا خاص ضرورت ڪانه هئي. اهوئي سبب آهي، جو جمهوري ملڪن ۾ سيڪيولرازم جي اهميت باقي رهي، پر سوشلسٽ ملڪن ۾ سيڪيولرازم جي علحده ضرورت باقي نه رهي.

جيئن سرمائيداريءَ جي اوسر ۾ بهترين انساني نظريا آفاقي نظرين جو نعم البدل ٿيندا آهن. ان ڪري جيترو وقت دنيا ۾ سوشلسٽ فلاسافي عروج تي هئي ۽ سوشلسٽ تحريڪون سموريءَ دنيا ڪي ڌوڏي رهيون هيون، اُن وقت تائين مذهبي قوتون، نظرياتي سگهه جي باوجود انتهائي ڪمزور حالت ۾ پنهنجو دفاع ڪري رهيون هيون. اُن ٽين دنيا جي پسمنظر تي نه مذهبي قوتن جي تضاد جو ڪو سوال اُپريل هو ۽ نه ئي معاشرو مذهبي قوتن جي گهٽي اثر هيٺ هو. چو ته هڪ طرف سوشلسٽ تحريڪن جي انقلابي پروپيگنڊا ۽ ٻئي طرف جمهوري قوتن جي سيڪيولر تحريڪ مذهب جي ظاهريت کي انتهائي ڪمزور ۽ بي اثر بڻائي ڇڏيو هو. پر عالمي سياسي ڇڪتاڻ سبب جڏهن سوشلسٽ تحريڪن کي عالمي منظر تي مات ملي ۽ سوشلسٽ تحريڪون سوويت يونين جي ٽٽڻ ڪانپوءِ ڪمزور ٿيڻ شروع ٿيون ته ڪو مضبوط سماجي نظريو نه هئڻ جي حالت ۾ ماڻهو ٻيهر ويڳاڻپ جو شڪار ٿيا، اُن ۾ ڪو شڪ نه آهي ته اُنهن ڪي وسيع نظرياتي خال کي پُر ڪرڻ لاءِ وقتي طرح مذهبي آفاقي نظرين جي سهاري وٺڻ تي مجبور ڪيو. فطرت ۾ عام طور جيڪي سگهاريون قوتون ڪمزور ٿينديون آهن. اُهي ارتقا ڪرڻ جي اهل نه رهنديون آهن.

موجوده حالتن ۾ بنياد پرستيءَ کي منهن ڏيڻ لاءِ خود دنيا جي ترقي يافته ملڪن ۾ تصوف بابت تحقيقي مرڪز جڙي رهيا آهن ۽ ترقي يافته ملڪن جا بهترين دماغ صوفي ازم تي تحقيق ڪري رهيا آهن ۽ اُن کي جديد انداز ۾ پيش ڪرڻ جي ڪوشش ۾ آهن.

سنڌ لاءِ اها سڀ کان وڏي فخر جي ڳالهه آهي ته سنڌ جي قومي شاعر ۽ صوفي بزرگ شاهه عبداللطيف ڀٽائيءَ جي تعليمات کي اُنهن تحقيقي ادارن ۾ بنيادي ڀيٽرن جي حيثيت ڏني وئي آهي، اسان جو اِن تي ڪو به بحث نه آهي ته دنيا جا اُهي تحقيقي ادارا بنياد پرستيءَ جي خلاف صوفي تعليمات کي تسليم ڪن ٿا يا نه؟ اُهي تعليمات ڪي بنياد پرستيءَ خلاف ويڙهه ۾ ڪارگر سمجهن ٿا يا نه؟ پر سنڌ ۾ انهن صوفي بزرگن جي تعليمات جي هميشه خاص اهميت رهندي.

سيڪيولر رياست، جمهوري حڪومت ڪانسواءِ پنهنجا مقصد پورا ڪري نه ٿي سگهي. سيڪيولر رياست ۾ قانونن جو بنياد انساني سمجهه ۽ تجربا هوندا آهن. سيڪيولر رياست فڪري آزاديءَ جي ضمانت ڏيندي آهي ۽ معاشري جي گوناگونيءَ ۾ هم آهنگيءَ جي جستجو ڪندي آهي.

**سيڪيولرزم ۽ عقليت پسندي** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب سنڌ جي نامور ڏاهي ۽ محقق محمد ابراهيم جويي جو لکيل آهي، جنهن ۾ سيڪيولرزم جي پسمنظر ۾ هڪ آزاد، روشن خيال، سائنسي ۽ عقليت پسند سنڌي سماج جي اڏاوت بابت فڪر بيان




ڪيل آهي. هي ڪتاب سنڌ جي هرانهيءَ فرد لاءِ اهم آهي. روشن خيال سنڌ جي خوابن جي ساپيان لاءِ علمي، ادبي، فڪري، سماجي ۽ سياسي ميدان ۾ هي ڪتاب اهميت رکي ٿو. هي ڪتاب، مارچ 2007ع ۾، سماجي اداري ’سي. پي. سي. ايس‘ پاران ڇپائي پڌرو ڪيو ويو آهي. هن ڪتاب جو ملهه 50 روپيا آهي.

**سيڪات** (ديهه): هيءَ ديهه ضلعي مٽياريءَ ۾ آهي، هن ۾ عيسو ڏڪڻو شير خان ڏڪڻو جمن مهر، آخوند جو ڪوٽ، ڪمال ٻيهر ۽ سيڪات ڳوٺ شامل آهن.

**سيگهي/ سرنگهه بلا** (Sand Snake/ Psammophis Leithii): هيءُ هڪ بلا جو قسم آهي. هن بلا جي ڊيگهه 0.75 ميٽر کان 0.80 ميٽر ٿئي ٿي، هن جو رنگ هلڪو هيڊو، گهرو ڀُورو يا ميٽوڙو هوندو آهي. هن جي مٿي تي هڪ خاص توازن سان نشان ٿين ٿا. ان کي هڪ



ڪاري ليڪ نڪ کان اکين تائين ٿئي ٿي. هن بلا جي پيٽ جو رنگ اڇو ٿئي ٿو ان جي جسم تي منڍيءَ کان وٺي پڇڙي تائين چار اڇيون ۽ ڪاريون پٽيون ٿين ٿيون. هن بلا کي فقط رنگ ۽ چٽن جي بنياد تي سڃاڻي نٿو سگهجي. هن جي چڪ هڻڻ سان زخم ۾ پوسر ۽ ساڙو ٿيندو آهي، زخم ۾ سوڄ گهٽ ٿيندي آهي. هن بلا کي وات ۾ ڏندن جون هڪ جهڙيون قطارون ٿينديون آهن. هيءَ بلا آنا ڏيندي آهي، پر آرو نه ڪندي آهي. هن خاندان ۾ اچن پٽن واري سرنگهه بلا به ٿيندي آهي.

سنڌ ۾ ڏٽين وارن علائقن ۾، مٽي يا واريءَ واريءَ واريءَ علائقي ۾ ۽ جبلن ۾ جتي جتي ٻوڙا وغيره هجن اتي ٿئي ٿي. هيءَ ڏينهن جو سرگرم هوندي آهي. اڪثر وڻن يا ٻوٽن تي چڙهي ويندي آهي. جيتوڻيڪ هيءَ بلا رفتار ۾ تمام تيز آهي، پر خطرو سامهون اچڻ تي بلڪل بي حرڪت بيهي رهندي آهي، جيئن ئي خطرو ٽرندو ته، تيزيءَ سان غائب ٿي ويندي آهي.

**سيلاب زندگيءَ جو** (ڪتاب): هي ناول، برک ليکڪا پوپٽي هيرانندڻيءَ جو لکيل آهي. هن ناول ۾ ليکڪا، هڪ عورت جي مڪمل جيون جو نقشو پيش ڪيو آهي، ان سان گڏ سنڌين جي سنڌ ۾، ۽ سنڌ ڇڏڻ بعد هند ۾ جيوت جٽڻ جي ڪوشش ڪئي آهي. هن ناول جا هند ۾ ٽي ڇاپا 1981ع، 1982ع ۽ 1996ع ۾ ڇپجي پڌرا ٿيا هئا، جڏهن ته سنڌ ۾ سُگند پبليڪيشن، لاڙڪاڻي ان جو هڪ ڇاپو 1982ع ۾، ڪرائون سائيز ۾ شايع ڪيو. جنهن جي قيمت اٺ روپيا هئي. 1996ع ۾ هن ناول جو شايع ٿيل ڇاپو ڪونج پبليڪيشن ممبئيءَ پاران شايع ٿيل آهي.






ڪرائون سائيز جي 136 صفحن تي مشتمل ايڊيشن جي قيمت 80 روپيا آهي.

**سيلاب سانوڻ** (ڪتاب): هي ڪتاب مشهور عوامي شاعر سانوڻ فقير جي چونڊ بيتن تي مشتمل آهي. هن ڪتاب جو مرتب پير محمد عالم قريشي صديقي سجاولي آهي ۽ ان ۾ نئين سر واڌارا ۽ سڌارا گل محمد تنيي ڪيا آهن. هي ڪتاب روشني پبليڪيشن ڇاپيو آهي.




هن ڪتاب جي ابتدا ۾ سانوڻ فقير جي حياتيءَ جو مختصر احوال ڏنو ويو آهي ۽ ان کانپوءِ هيٺين عنوانن جي ترتيب سان بيت ڏنا ويا آهن: وحدت، سردار ﷺ جن جو هڙٽيءَ وارو معجزو، سر عمر مارئي، سر سسئي پنهون، سر سامونڊي، سر مومل راڻو، سر سهڻي، سر ليلا چنيسر، ليلا مجنون، سر پورب، سر ڪاهوڙي، سر رامڪلي، ڪلام آخر.

ڪرائون سائيز جي 96 صفحن تي مشتمل هن ڪتاب جي قيمت 36 روپيا آهي ۽ ان جي ڇپائيءَ جو سال 2009ع آهي.

**سيلاچي** (ديهه): تعلقي ڪشمور ضلعي ڪنڌڪوٽ- ڪشمور جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

عطا محمد، بيگو خان جکراڻي ۽ رحيم خان.

**سيلارس**: هي ڪوئنر جو هڪ قسم آهي، ڳاڙهي ۽ هيڊي رنگ جو ٿئي ٿو. حڪيمن موجب سيلارس، معدي کي طاقت ڏئي ٿو، خشڪ کنگهه، بلغم، زڪام، سيني جي سور، پٺن، ڇيلهه ۽ سنڌن جي سور لاءِ مفيد آهي. وائي باديءَ کي تحليل ڪري ٿو. ڪچن خلطن کي پچائي ٻاهر ڪڍي ٿو جلندر، مثاني جي پٿري، ڪن جي سور ۽ ڦڦڙن جي ڦٽ لاءِ فائدي وارو آهي. پيشاب ۽ حيض کي جاري ڪري ٿو.

**سيلرا** (ذات): 'سيلرا' سمات ذات آهي. 'ملڪ' ذات ۾ پڻ 'سيلرا' پاڙو آهي، جڏهن ته هندن ۾ پڻ هڪ سيلرا نُک/ ذات آهي، جيڪي پڙمل جي پٽ سيلر جو اولاد آهن.

**سيلرا** (ديهه): تعلقي شهدادڪوٽ، ضلعي قنبر-شهدادڪوٽ جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

وڏا سيلرا، قيصر خان بروهي، شير محمد بروهي، علي حسن بروهي، فضل محمد بروهي، ڪور ڏاتو سيلرا، حاجي غلام نبي مگسي، رسول بخش بروهي، بختيار بروهي، ڪور ڏاتو فارم ۽ صحبت خان بروهي.

**سيل فون** (Cellular Radio Telephone): گهٽ سگهه (power) تي هلڻ وارو هلڪو ڦلڪو ٽرانسسٽر رسيور، جيڪو موبائيل استعمال ڪرڻ وارن کي وائيس ٽيليفون ۽ ٻيون سهولتون فراهم ڪري ٿو. سيل فون بنيادي طور هڪ پورٽيبل يا تار ڪانسواءِ ٽيليفون وانگر ڪم ڪندو آهي، پر روايتي تار واري فون جي ابتڙ سيل فون مڪمل طور پورٽيبل آهن. سيل فون جي هڪ بلڪل نئين قسم ۾ وائيس ڪانفرنسنگ ۽ انٽرنيٽ تائين پهچ به شامل آهي. هي تمام تيزيءَ سان روايتي فونن جي جاءِ وٺي چڪو آهي. سيل فون، سيليولر ٽاورن کي ريڊيو سگنل موڪلڻ جي ذريعي ڪم ڪندو آهي. ڪجهه ٽاور ڏيڍ کان اڍائي ڪلوميٽر، جڏهن ته ٻيا 48 کان 56 ڪلوميٽرن تائين سگنل موڪلڻ ۽ وصول ڪرڻ جي قابل آهن. مختلف ٽاورن جي وچ ۾ رابطو عام طور تار، فائيبر، آپٽڪ ڪيبل يا مائڪرو ويو ذريعي جوڙيو ويندو آهي. سيل فون نيٽ ورڪس اڄڪلهه دنيا جي گهڻو ڪري هر وڏي شهر ۾ قائم ٿي چڪا آهن ۽ ڳوٺن تائين به هيءَ سهولت پهچي چڪي آهي. سڀ کان پهرين ڪمرشل سيل فون کي 1970ع جي ڏهاڪي جي آخر ۾ شڪاگو جي الي نائيس بيل ڪمپنيءَ آزمايو ۽ اها نهايت ڪامياب رهي. سيل سروس



ڪيريئرز 1980ع جي ڏهاڪي دوران سڄي آمريڪا ۾ ڪم ڪرڻ لڳا. سيليولر ريڊيو سروس دستياب ٿيڻ کان اڳ موبائيل ٽيليفون سروس ڪافي وڏي ٽيليفون ريڊيو يونٽن تي مشتمل هوندي هئي. هي ٻه طرفا ريڊيو يونٽ شهر يا علائقي ۾ واحد اينٽينا سان مواصلاتي طور جُڙيل هوندا هئا. اڪثر ڪمرشل ريڊيوز جا سگنل اُن ۾ گڙٻڙ ڪندا رهندا هئا. عوامي گهرج کي آڏو رکندي فيڊرل ڪميونيڪيشنز ڪميشن ان ۾

1990ع جي ڏهاڪي جي وچ ڌاري هر سروس ايريا ۾ وڌيڪ ڇهه موبائيل ٽيليفون سروس مهيا ڪيا ويا. 2001ع ۾ آمريڪا ۾ 12 ڪروڙ کان وڌيڪ وائرليس استعمال ڪندڙ موجود هئا. نيٽ اڳتي سروس مهيا ڪندڙن نوان پيڪيج متعارف ڪرايا ۽ وسيع بنيادن تي مارڪيٽنگ ڪئي، جنهنڪري سيل ٽيليفونز جي قيمت گهٽجندي وئي. سيليولر نيٽ ورڪس جي ڦهلجڻ سان گڏوگڏ اگهه به گهٽ ٿيندا ويا.

پاڪستان ۾ هن وقت نوڪيا، سامسنگ، ايل. جي، ڦيو موبائيل ۽ چائنا ڪمپنين جا موبائل ڪم ڪري رهيا آهن. هاڻي جديد قسم جا سيل فون جن ۾ انٽرنيٽ، واءِ فاءِ، ڪئميرا، ايف. ايم ۽ وڊيوز وغيره جون سهولتون موجود آهن.

**سيليوڪس** (Seleucas): سيليوڪس، سڪندراعظم جو هڪ ناميارو امير ٿي گذريو آهي. سڪندراعظم جڏهن سنڌ ۾ شڪست کائي واپس بابل پهتو، تڏهن وڌيڪ فوجي مهمن جي تياريءَ جو حڪم



ڏنائين. فنيقيا وارن کي طاقتور ٻيڙن جي تياريءَ جو حڪم ڏنائين ۽ پاڻ فرات جو سفر ڪيائين. فرات جي ناخوشگوار هوا سبب سڪندر بيمار ٿي پيو. مٿس دوائن ڪو به اثر نه ڪيو ۽ هو وڌيڪ بيمار ٿيندو ويو. جيستائين گفتگو ڪرڻ جي پوزيشن ۾ هو، اوستائين فوجي تيارين ۽ ڪاهن بابت حڪم ڏيندو رهيو. ٽيهن سالن جو نوجوان سڪندراعظم پنهنجي عظمت جي اوج تي هو جو 323 ق. م ۾ فوت ٿي ويو. ان بعد سڪندر جي جاءِ نشينيءَ (وراثت) جو معاملو پيدا ٿيو. سندس اولاد ۾ ڪو به اهڙو جوان نه هو، جو بادشاهه ٿي سگهي، ان ڪري بادشاهت جي معاملي تي ڦڏو شروع ٿي ويو. مختلف امير تخت ۽ تاج جي دعويداري ڪرڻ لڳا، جن ۾ (1) پرديڪاس، (2) فلپ اريده (Atthidaeus)، (3) اينٽي گونس، (4) اينٽي پيٽر، (5) بطليموس، (6) سيليوڪس، (7) ڪساندر ۽ (8) يومي نس اچي وڃن ٿا.

جاءِ نشينيءَ جو مسئلو جنگ ڪانسواءِ حل ٿيڻ ممڪن نه هو ان پس منظر ۾ بادشاهت جا سڀ دعويدار گڏجي ويٺا. دعويدارن پنهنجي پنهنجي حق ۾ دليل ڏنا. صلاح مصلحت بعد راءِ بيٺي ته سڪندر جي گهرواري رخسانه حمل سان آهي. انتظار ڪجي ته هوءَ وارث کي جنم ڏئي. البت ان وچ ۾ صلاحڪار ڪائونسل ٺاهجي ۽ ان جو اڳواڻ سڪندر جو سوٽ فلپ اريده هجي. ان راءِ تي اتفاق ٿي ويو. هيو امير، جنهن کي سڪندر مرڻ وقت پنهنجي مهر ڏني هئي، ان جو نالو 'پرديڪاس' هو. ان کي سلطنت ۾ نائب جو عُهدو ڏنو ويو. بطليموس کي مصر جو حاڪم رهڻ ڏنو ويو. لاميدن کي سوريه جي حڪمراني ڏني وئي، ميڊيا (ميڊيا) جي حڪومت پي ٿون کي، 'ڪاپادو ڪيا' جي حڪومت اومن کي ۽ ڪيليڪيا جي حڪومت اينٽي گونس کي ڏني وئي. آذر بائيجان کي آذر باد جي حوالي ڪيو ويو. خراسان تي پوڪستاس ۽ بابل تي سيليوڪس کي حڪمران مقرر ڪيو ويو.

پرديڪاس جو خيال هو ته سڪندر اعظم جا سڀ فتح ڪيل ملڪ هڪ مرڪز جي تابع رهن. پر بطليموس پنهنجي خودمختياريءَ جي تياري شروع ڪري ڇڏي. پرديڪاس جڏهن سلطنت جو نائب بڻيو تڏهن سڪندر جي ويجهي امير اينٽي پيٽر جو قرب حاصل ڪرڻ لاءِ سندس ڌيءَ سان شادي ڪيائين. ان بعد سڪندر جي ڀيڻ قلوپطره سان به شادي ڪيائين ته جيئن حقيقي معنيٰ ۾ تخت ۽ تاج جو مالڪ بنجي سگهي.

ٻئي طرف بطليموس جي خودمختياريءَ جو ٻڌي، پرديڪاس مصر تي فوجي چڙهائيءَ جو حڪم ڏنو. فوج ڪشيءَ ۾ ڪيس ناڪامي نصيب ٿي. پرديڪاس جي فوج نيل درياهه پار نه ڪري سگهي. بعد ۾ فوجين بغاوت ڪري پرديڪاس کي قتل ڪري ڇڏيو.

ان بعد عظيم يوناني بادشاهت ۾ ڏار پوڻ شروع ٿي ويا. هوڏانهن سيليوڪس بابل ۾ حڪومت کي مضبوط ڪرڻ شروع ڪيو. پي ٿون کي ٻيهر ميڊيا جو حڪمران مقرر ڪري موڪليو ويو ته هن به ڪوشش ڪري خراسان تي قبضي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. خراسان جي حاڪم پوڪستابس کي هيءَ خبر ملي ته هن پي. ٿون کي ملڪ مان ڀڄڙائي ڪڍيو. ان بعد پوڪستابس بابل وڃي سيليوڪس جي مدد حاصل ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. 286 ق. م ۾ سڪندر جي ٻن اميرن 'اينٽي گونس' ۽ 'يومي گونس' ۾ دنگل ٿيو. يومي گونس ايشيا ڪوچڪ (ننڍي) ۾ اڃا به سڪندري تخت جو وفادار هو. البت 'اينٽي گونس' کي هيءَ ڳالهه نه وڻي.

ان ئي دؤر ۾ شاهي خاندان جو معتبر محافظ اينٽي پيٽر مري ويو. وصيعت موجب هڪ فوجي 'پولي پرچن' سندس جاءِ نشين بنجي ويو. ان ڪري اينٽي پيٽر جو پٽ ڪساندر جاءِ نشينيءَ کان محروم ٿي ويو. ان سبب ڪيس ڏاڍي تڪليف پهتي ۽ انتقامي جذبي تحت اينٽي گونس سان وڃي مليو. بعد ۾ اينٽي گونس ۽ يومي نس مختلف ارادن ۽ مُهمن جي نيت سان، بابل جي سيليوڪس سان وڃي مليا. سيليوڪس جي حڪم تي اينٽي گونس 'شوش' تي حملو ڪيو. ڪارون درياهه پار ڪري اڳتي وڌيو ته يومي نس سندس رستو روڪيو ۽ اينٽي گونس شڪست کاڌي. ڪنهن محاذ تي ٻئي آمهون سامهون ٿيا. يومي نس جي ماڻهن غداري ڪري ڪيس اينٽي گونس جي حوالي ڪري ڇڏيو. ان ريت يومي نس مارجي ويو. اينٽي گونس جا ارادا خطرناڪ هئا. هن ڳالهه ٻولهه لاءِ پي ٿون کي گهرائي قتل ڪرائي ڇڏيو. ان ريت خراسان جي حاڪم پوڪستاس کي به مارائي ڇڏيائين. اينٽي گوس فاتحانه انداز سان همدان ۽ سوش جا خزانا لُٽي بابل هليو آيو. هن جي نيت سيليوڪس کي مارڻ جي هئي، پر هو سندس ارادي کي سمجهي ويو ۽ بابل مان نڪري مصر پهچي بطليموس وٽ اچي پناهه گزين ٿيو.

ٿوري ساهيءَ بعد سيليوڪس مصر جي حاڪم جي مدد سان ايران جو رُخ ڪيو ۽ ميڊيا فتح ڪري اوير جي علائقن تي پنهنجو تسلط قائم ڪيائين. نون (9) سالن جي جدوجهد ڪانپوءِ 302 ق. م ڌاري هن جي حڪومت مستحڪم ٿي. ان ڪان پوءِ سيليوڪس، سنڌو ماٿريءَ تي ڪاهه ڪئي، ان ريت هن سڪندراعظم جي سنڌو ماٿر ۾ والاريل علائقن تي قبضو ڪيو. مطلب ته سنڌ ۽ پنجاب هڪ ڀيرو ڀيهر يونانين جي اثر ۾ اچي ويا. ان بعد سيليوڪس، هندستان تي حملي جي تياري ڪئي، جتي چندرگپت جي حڪومت هئي. سيليوڪس تياري ته ڪئي، پر پوءِ سمجهيائين ته هيءَ جنگ ڏاڍي مهانگي پلئه پوندي، ان ڪري چندرگپت سان ناهه ڪري هندوڪش تائين سڪندراعظم مقدونيءَ جا والاريل علائقا حڪومت هند جي حوالي ڪيائين. چندرگپت ۽ سيليوڪس ۾ دوستانا لاڳاپا برقرار ٿيا. هن پنهنجي هڪ ڌيءَ هندستاني شهنشاهه کي پرڻائي ڏني. سيليوڪس پنهنجي دؤر ۾ مملڪت کي 72 (ٻاهتر) ولايتن ۾ تقسيم ڪيو. دَجلہ نديءَ جي ڪناري تي هڪ شهر 'سلوڪيا' آباد ڪرايائين ۽ ان کي تختگاهه مقرر ڪيائين. هي شهر بابل کان چاليهن ميلن جي پنڌ تي آباد هو.

سيليوڪس جي ذڪر ۾ ڪي ٻيا واقعا به اچي وڃن ٿا. ستاتيرا، جيڪو سڪندراعظم مقدونيءَ جو ويجهو هو. ان کي سڪندراعظم جي زال 'رخسانه' دوکي سان قتل ڪرائي ڇڏيو. اينٽي پيٽر هو، جنهن رخسانه جي پٽ کي بچائڻ جو ذمو پاڻ تي کنيو. ٻئي طرف سڪندر جي ماءُ 'اوليمپياس' فلپ اريده کي مارائي ڇڏيو. جيڪو سڪندراعظم ڪانپوءِ تخت نشين ٿيو هو. ظلم جو نتيجو ظلم مصداق، نيٺ اوليمپياس به بيدرديءَ سان قتل ٿي وئي. هڪ وڏيڪ ڪردار ڪساندر جو ملي ٿو. 311 ق. م ڌاري سڪندر جي زال رخسانه ۽ سندس پٽ کي مارائڻ ڪانپوءِ ڪساندر فاتح جي سموري خاندان کي مارائي ڇڏيو ته جيئن تخت جو ڪو به دعويدار نه رهي. ان ريت ڪساندر کي مقدونيه تي قبضي جو موقعو مليو پر بادشاهه گڏيءَ جي دور ۾ ڪو به محفوظ نه رهندو آهي. ان ريت ڪساندر ۽ سندس پٽ فلپ به مارجي ويا. هن واقعي ڪانپوءِ هڪ ٺي مهل تي ڪساندر جا ٻه پٽ مقدونيه جا حاڪم ٿيا. پوءِ ڊيميٽريس مقدونيه جو حاڪم ٿيو هن وڏيڪ ڪجهه حاصل ڪرڻ لاءِ وڏو لشڪر وٺي 'ڪيليڪيا' تي ڪاهه ڪئي. سيليوڪس سندس ارادن کان واقف هو. اڳتي وڌي هن ڊيميٽريس کي گرفتار ڪري قتل ڪرائي ڇڏيو 281 ق. م ڌاري سيليوڪس مقدونيه وٺڻ لاءِ اڳتي وڌيو ان وقت بطليموس جي پٽ ڪيرانس کيس ماري وڌو. جڏهن پاڻ (سيليوڪس) عبادت ۾ مشغول هو.

سيليوڪس جو پٽ 281 ق. م ڌاري تخت نشين ٿيو ان جو نالو اينٽي اوگس اول هو. هن ويهه سال حڪومت ڪري 261 ق. م ڌاري وفات ڪئي، پوءِ اينٽي اوگس ٻيو سندس جاءِ نشين بنيو. هن دؤر ۾ ايران ۾ آزاديءَ جي لهر پيدا ٿي. 256 ق. م بلخ، سغد ۽ مرو، متحد ٿيا ۽ سيليوڪسي قيد مان آجو ٿيڻ جو فيصلو ڪيائون. آزاديءَ جي قيادت لاءِ يونان جائو 'ديودوٽس' پيش پيش هو هي 'باختر- يوناني' حاڪميت کي جنم ڏيڻ ۾ سوڀارو ٿيو. بلخ، سغد ۽ مرو ٽئي علائقا 'خراسان' ۾ شامل ٿي ويا. بلخ جي آزاديءَ کان ڇهه سال پوءِ 250 ق. م ۾ 'خراسان' (ايران)، ارشڪ نالي هڪ ليڊر جي قيادت ۾ همٿ ڪري پنهنجي خودمختياري حاصل ڪري، يوناني (سيليوڪسي) ڳٽ ڳچيءَ مان لاهي ڦٽو ڪيو.

**سيليوڪس (2):** اينٽي اوگس 246 ق. م ۾ فوت ٿيو ته سندس پٽ سيليوڪس ٻيو حڪمران ٿي ويو. چئن سالن کان آزاد 'خراسان' سندس نشاني تي هو. هن خراسان تي حملو ڪيو ۽ ارشڪ سان مقابلو ڪيو. ارشڪ ويڙهه ۾ ناڪام ٿيو ته هن بلخ جي حاڪم ديو دوٽس کان مدد ورتي سيليوڪس سان مقابلو ڪيو. سيليوڪس شام طرف ڀڳو. پر 227 ق. م ڌاري گهوڙي تان ڪري مري ويو. هاڻي سيليوڪسي دؤر ختم ٿيڻ کي قريب اچي پهتو هو. پوءِ سيليوڪس ٽيون 226 ق. م کان 223 ق. م تائين حاڪم رهيو.

سيليوڪس ٽئين ڪانپوءِ هن جو ڀاءُ اينٽي اوگس ٽيون تخت نشين ٿيو. هن 187 ق. م تائين حڪومت ڪئي. سندس ذڪر ايراني تاريخ جي 'اشڪاني' دؤر ۾ گهٽو ٿيو آهي.

**سيماب اڪبر آبادي:** اردو ٻوليءَ جي نامور شاعر سيماب اڪبر آباديءَ جو اصل نالو عاشق حسين ولد محمد حسين صديقي هو. هن 1880ع ڌاري اڪبر آباد (آگري) ۾ جنم ورتو. سندس والد محمد حسين عالم دين هو. هن عربي، ادب، منطق ۽ فارسي ٻوليءَ جي تعليم حاصل ڪئي. والد جي وفات بعد تعليم اڌ ۾ ڇڏي، ڪانپور ۾ ريلوي کاتي ۾ ملازمت اختيار ڪيائين ۽ ڪجهه عرصو اجمير ۾ به رهيو.

هن 1898ع ۾ داغ دهلويءَ کان شاعريءَ جي سکيا ورتي ۽ شعر شاعريءَ جي شوق ۾ ملازمت ڇڏي آگري ۾ اچي 'مرصع' رسالي جي ادارت سنڀاليائين. ان بعد 'آگره' اخبار جا به ادارتي فرض سرانجام ڏيڻ لڳو.

سيماب اڪبر آبادي 'ثريا'، 'پئمانه'، 'شاعر' ۽ 'تاج' رسالن جو به ايڊيٽر رهيو هن 1921ع ۾ 'قمر الادب' نالي سان هڪ ادبي ادارو قائم ڪيو. جتي نون شاعرن جي شاعريءَ جي اصلاح پڻ ڪئي ويندي هئي. ورهاڱي ڪانپوءِ ڪراچيءَ اچي رهائش اختيار ڪيائين ۽ هتي جي سنڌي اردو ادبي حلقن ۾ سندس ڪافي مقبوليت رهي، گڏيل مشاعرن ۽ ادبي گڏجاڻين ۾ شرڪت ڪيائين.

هن جي شاعريءَ جي مجموعن ۾ 'صهبائي دڪن'، 'باده دوشير'، 'نشيدِ نو'، 'ساز و آهنگ'، 'سرود غم'، 'تفسير غم' ۽ 'ڪارِ امروز' شامل آهن. سيماب اڪبر آباديءَ قرآن مجيد جو اردوءَ ۾ منظوم ترجمو پڻ ڪيو، جيڪو 'وحي منظوم' جي نالي سان شايع ٿيو. هن 31 جنوري 1951ع تي ڪراچيءَ ۾ وفات ڪئي.

**سيمان** (Seman: ماڳ): ڀارت جي هرياڻه صوبي جي ضلعي روهتڪ ۾ سنڌو تهذيب جا 'سيمان' نالي ڳوٺ جي آسپاس ڪل ڇهه ماڳ آهن. هندستان جي مشهور آرڪيالاجسٽ سيلڪ رام انهن ماڳن کي ڳولي مٿن تحقيق ڪئي. هن روهتڪ ضلعي ۾ موجود 'مبهم' بلاڪ ۾ ڪل 67 ماڳ لڌا آهن، جن مان 8 ماڳ اوائلي هڙپائي دور (Early Harappan period) جا، 7 ماڳ پختي هڙپائي دور (Mature Harappan period) جا، 30 ماڳ 'پوئين هڙپائي دور' (Late Harrapan period) جا ۽ 22 ماڳ 'چٽيل خاڪي ٺڪرائي' (Painted Grey ware) واري دور جا آهن.

سيمان ڳوٺ، هندستان جي روهتڪ ضلعي ۾ مشهور ماڳ 'مبهم' کان 8 ڪلوميٽر اوڀر ۾ انهيءَ روڊ تي آهي، جيڪو مشهور سنڌو تهذيب جي ماڳ 'فرمانا' ڏانهن وڃي ٿو.

هن ڳوٺ جي آس پاس سنڌو تهذيب جا ڇهه ماڳ آهن، جن جو ذڪر هيٺ ڏجي ٿو:

(1) **سيمان-1:** هي ماڳ "50 '19 76 ڊگريون اتر ويڪرائي ڦاڪ، "10 '11 29 ڊگريون اوڀر ڊگهائي ڦاڪ تي، سيمان ڳوٺ کان ٻه ڪلوميٽر اوڀر ۾ ۽ فرمانا وينٽر روڊ کان 200 ڪلوميٽر ڏکڻ ۾ موجود آهي. هي ماڳ 2.5 هيڪٽرن تي ڦهليل آهي، دڙو 2 ميٽر اوچو آهي. هن دڙي تي سنڌو



تهذيب جي اوائلي مچيل (Mature) ۽ پوءِ جي دورن جون وٿون مليون آهن. وٿن ۾ ٺانون جا ٽڪر، ٺڪر جا رانديڪا، ڏاند گاڏيءَ جا ڦيٿا، مٽيا، ٽڪنڊيون ٽڪيون، چوڙين جا ٽڪر، پٿر جا گليلا وغيره ملن ٿا. هي 300 ق. م کان 100 ق. م تائين وسيل ڳوٺ هو.

(2) **سيمان-2:** هي ماڳ، "10 '19 °76 ڊگريون اتر ويڪرائي ڦاڪ ۽ "15 '11 °29 ڊگريون اوڀر ڊگهائي ڦاڪ تي، ڳوٺ سيمان کان 2 ميل اوڀر ۾ سيمان-1 ماڳ کان 800 ميٽر ڏکڻ اولهه ۾ موجود آهي.

هي ماڳ 2 هيڪٽرن جي ايراضيءَ تي پکڙيل آهي. هي دڙو ٻه ميٽر اوچو آهي. سڄي دڙي کي ڪيڙي زرعي آباديءَ هيٺ آندو ويو آهي.

هي دڙو هڪ واريءَ جي ڊرينهن تي آهي. مٿاڇري تان ملندڙ ٺڪرائو وچين تاريخي دور جي نشاندهي ڪري ٿو، جڏهن ته سنڌوءَ سان



لاڳاپيل ٺڪر جا ٽڪرا به ملن ٿا.

(3) **سيمان-3:** سنڌو تهذيب سان لاڳاپيل هي ماڳ "05 '18 °76 ڊگريون اتر ويڪرائي ڦاڪ ۽ "40 '11 29 ڊگريون اوڀر ڊگهائي ڦاڪ تي سيمان



ڳوٺ کان 1.2 ڪلوميٽر اوڀر ۾ هڪ واريءَ جي دڙي تي موجود آهي. ماڳ جي وچان هڪ ڪچو رستو 'سڪولا-جوڙ' ڏانهن وڃي ٿو. ماڳ 1.3 هيڪٽرن تي ڦهليل آهي، هتان جيڪي وٿون مليون آهن، انهن جو لاڳاپو سنڌو تهذيب جي پوئين دور (Late Harrapan period) سان آهي. هي 'ٽڏو بيڙوا-2' سان هڪجهرائي رکي ٿو. هتان ملندڙ وٿن جون ڳڻايون ٿالهيون، جن جا ڪنارا اندر تي وريل آهن ۽ انهن جا پاسا ٻاهر نڪتل آهن. پيالا پائيون، تري سان ڪپا ۽ ڳناوان ٺانو مليا آهن. هي ماڳ 100 ق. م جو ماڳ ڳڻي سگهجي ٿو.

(4) **سيمان-4:** هي ماڳ "50 '17 76 ڊگريون اتر ويڪرائي ڦاڪ ۽ "35 '11 29 اوڀر ڊگهائي ڦاڪ تي سيمان ڳوٺ کان 1 ڪلوميٽر اوڀر ۾ آهي. ماڳ جي چوڌاري واريءَ جا دڙا آهن. هن ماڳ جي وچان به هڪ ڪچو رستو نڪري ٿو جيڪو 'سڪوالا- جوڙ' نالي ڳوٺ ڏانهن وڃي ٿو. هن ماڳ تان مليل ٺڪرائو گهٽي ڀاڳي تاريخي ۽ وچين تاريخي دور سان واسطو رکي ٿو. پر سنڌو تهذيب جي پوئين دور جو ٺڪرائو به گڏيل مليو آهي. ٺڪرائي جي ابتي ڪني وارا ٺانو، ڪولا ۽ مٽ وغيره ملن ٿا. ڪن ٺانون جي نمونن ۾ مٽيءَ وارا ٺانو به شامل آهن، جيڪي وچئين تاريخي دور جا آهن. هتان شيشي جي چوڙين جا به ٽڪرا مليا آهن.

(5) **سيمان-5:** سنڌو تهذيب جي پوئين دور سان لاڳاپيل هي ماڳ، "10 '16 76 ڊگريون اتر ويڪرائي ڦاڪ ۽ "50 '11 29 ڊگريون اوڀر ڊگهائي ڦاڪ تي سيمان ڳوٺ جي ڏکڻ اولهه ۾ 200 ميٽرن جي مفاصلي تي موجود آهي. مقامي طور تي هن دڙي کي 'کيرا' جي نالي سان سڏيو وڃي ٿو. دڙو 1.80 هيڪٽرن جي ايراضيءَ تي ڦهليل آهي. سڄو دڙو پوئين هڙپائي، تاريخي ۽ وچئين تاريخي دور جي وٿن سان پريل آهي. پوئين هڙپائي دور جي وٿن ۾ ڳنڍيون، وڏا ڪولا، ٻاٽيون ۽ ٻين ٿانون جا ٽڪرا مليا آهن. چٽيل خاڪي ٺڪرائي جو بہ چڱو تعداد ليي ٿو ان ڪانسواءِ ٺڪر جي چوڙين جا ٽڪرا، مٽيا ۽ ڪجھ ٽامي جون شيون مليون آهن.

(6)**سيمان-6:** هي ماڳ "40 '17 76 ڊگريون اتر ويڪرائي ڦاڪ ۽ "50 '13 29 ڊگريون اوڀر ويڪرائي ڦاڪ تي سيمان ڳوٺ کان 5 ڪلوميٽر اتر-اولهه ۾ آهي. هي ماڳ سنڌو تهذيب جي مشهور ماڳ 'ٻتروا' ڏانهن ويندڙ 'ٻتروا-پوٿي' روڊ کان 300 ميٽر ڏکڻ ۾ آهي. هي ماڳ واريءَ جي دڙي تي آهي، جنهن جي اوچائي 5 ڪلوميٽر ٿيندي. گهڻو ڪري ماڳ سمورو ئي پوکيءَ هيٺ اچي ويو آهي. هتان ڪجھ پوئين سنڌو تهذيب جي ٺڪرائي جا نمونا بہ مليا آهن.

**سيمل وڻ** (Silk cotton tree): سيمل وڏي قد ۽ اوچائيءَ وارو خوبصورت وڻ آهي، جيڪو جسامت ۽ عمر ۾ پڻ وڏو ٿيندو آهي. هن جي ٿڙ ۽ شاخن تي سخت ۽ تکا ڪنڊا ٿين ٿا. هي وڻ برصغير ۾ پاڪستان، هندوستان، بنگلاديش، سريلنڪا، برما ۽ سماترا جي ٻيلن ۽ باغن ۾ لڳايو وڃي ٿو. هن وڻ جو ڪاٺ قيمتي آهي، جيڪو ڪيترن



ئي ڪمن ۾ ڪتب اچي ٿو هي نرم ڪاٺ وارو وڻ آهي، جنهن مان راندين جو سامان، ماچيس جون تيليون، پلائي جو ڪاٺ، ڪاغذ، ميون جا ڪريٽ وغيره ٺاهيا وڃن ٿا. هن وڻ جو ڦل، جيڪو اڪ جي انبڙيءَ وانگر آهي، ان مان نفيس قسم جي ڪپهه نڪري ٿي، جيڪا ٻج سان گڏ هجي ٿي، جنهنڪري هن کي سلڪي ۽ ريشمي ڪپهه جو وڻ بہ چئجي ٿو هن قسم جي ڪپهه گرم وهاڻن يا گادين ڀرڻ جي ڪم اچي ٿي. سيمل جو وڻ خوبصورتي ۽ زميني ماحوليات طور هلڪي ڪلراٺي زمين ۾ سٺي واڌ ڪري ٿو جنهنڪري باغن، رستن ۽ شاهراهن تي لڳايو وڃي ٿو هي وڻ قد ۾ اوچو ٿئي ٿو جنهن جون ٽاريون ننڍيون ۽ پن ويڪرا ٿين ٿا. هن ۾ بهار جي مند اچڻ بعد سهڻا گل نڪرن ٿا ۽ مارچ مهيني تائين هي وڻ گلن سان ٽمٽار هوندو آهي. مارچ، اپريل يا مئي جي مهينن ۾ هن جا ٻج، ڏوڏا پچي راس ٿين ٿا، اهي ڏوڏا گهڻو ڪري وڻ سان گڏ هجن ٿا ۽ ٽٽڻ شروع ڪن ٿا. ٻج جي چوڌاري گرم، نرم ۽ ريشمي وار هوندا آهن، جيڪي هوا ۾ پکڙڻ شروع ڪندا آهن. هن وڻ جي پوکڻ جو معياري طريقو قلم لڳائڻ وارو آهي. هن جي ڦل يا گوگڙي مان ملندڙ ڪپهه ڪيترن ئي ڪمن ۾ اچي ٿي.

**سيمينٽ** (Cement): سيمينٽ عمارتي مصالحو آهي، جيڪو چُن، سليڪا، اليومينيم ۽ لوهہ جي آڪسائيڊ جو مرڪب آهي. تعميراتي ڪمن ۾ استعمال ٿيندڙ سيمينٽ پٿر ۽ چيڪي مٽيءَ کي گڏ ساڙي تيار ڪبو



آهي. ريتي روڙو، ڪٽيل سرون سيمينٽ ۾ ملائڻ سان ڪنڪريٽ (Concrete) ٺهندي آهي، جيڪا گهرن جي ڇتين، فرش، روڊن ۽ پٽين جي ڪم ايندي آهي. وڏن تعميراتي منصوبن ۾ ڪنڪريٽ ۾ لوهہ جون سيخون وڌيون وينديون آهن، جيڪو فيرو ڪنڪريٽ سڏبو آهي. اعليٰ عمارتن، پُلين، بندن، سائفن وغيره جي تعمير ۾ فيرو ڪنڪريٽ استعمال ٿيندو آهي. سيمينٽ جو سڀ کان اعليٰ قسم 'پورٽ لينڊ' سيمينٽ آهي، جنهن کي 'جوزوف اچي ڊن' 1844ع ۾ ايجاد ڪيو. سيمينٽ جا ڪيترائي قسم ۽ رنگ هوندا آهن. پاڪستان ۾ لڪي، زيل پاڪ، واهہ، دائود چينل، روهڙي، حيدرآباد ۽ ڪراچيءَ ۾، سيمينٽ جا وڏا ڪارخانا موجود آهن.

**سينائي:** مصر جي اتر اوڀر چيڙي تي هڪ ٽڪنڊو اپکنڊ. اهو ٻاڙهي سمنڊ ۽ يونوچ سمنڊ جي اترئين حصي کي ڌار ڪندڙ ۽ افريقا ۽ ايشيا جي وچ ۾ پل وانگر موجود آهي، جيڪو سئيز ڪئنال ۽ سئيز نار جي وچ تي اولهہ طرف ۽ اسرائيل ۽ اقابہ نار جي اوڀر ۾ آهي. سينائي جبل لاءِ ڪتابن ۾ آهي تہ اتي حضرت موسيٰ کي پٿر جون ٽڪريون مليون هيون، جن جو ذڪر قديم عهدنامي (Old Testament) ۾ بہ آهي. اسرائيلي فوجن

ان کي 1956ع ۾ قبضي هيٺ آڻي وري ڇڏي ڏنو هو. وري ٻيهر 1967ع ۾ قبضو ڪرڻ سبب عرب اسرائيل ڇڪتاڻ کي جنم ڏنو. 1973ع ۽ 1975ع ڪانپوءِ وري اسرائيل ان جو ڪجهه حصو خالي ڪيو ۽ 1978ع ۾ مصر ۾ امن جي شرط تي اهو مڪمل طور خالي ڪيو.

**سينٽ اينڊريوز چرچ ڪراچي:** سينٽ اينڊريوز چرچ کي 'اسڪاچ چرچ' (Scotch Church) بہ سڏيندا آهن. هي ڪراچيءَ جي گارڊن روڊ تي، ڪاٻي هٿ تي صدر ۾ موجود آهي. چرچ جي سامهون جهانگير پارڪ آهي. هي گوٿڪ طرز اڏاوت جي انتهائي خوبصورت عمارت آهي. هن چرچ جي پيڙهه جو پٿر 6 فبروري 1867ع ۾ ممبئي فوج جي ڪمانڊر انچيف سر رابرٽ نيپئر رکيو هو. هن جو افتتاح 31 ڊسمبر 1869ع تي



ٿيو. چرچ جي بلڊنگ کي سنڌ ريلوي جي انجنيئر مسٽر ٽي. جي نيونهم ڊزائين ڪيو هو. هن جي ٽاور جي اوچائي 56 فوٽ آهي. هن جو هال 180 فوٽ ڊگهو ۽ 56 فوٽ ويڪرو آهي. چرچ ۾ 400 ماڻهن جي عبادت جي گنجائش موجود آهي. خوبصورت پارڪ ۽ گهاٽن وڻن ۾ گهيريل هيءَ چرچ هاڻي وڏين اڏاوتي جاين جي وچ ۾ گاڏين جي نڪرندڙ دونهين جي ڪري پنهنجي خوبصورتي وڃائي چڪي آهي.

**سينٽ بوناوينچر هاءِ اسڪول حيدرآباد** (St. Bonaventure's High School Hyderabad): هيءُ اسڪول حيدرآباد، سنڌ ۾ فوجداري روڊ تي واقع آهي. هن اسڪول جي ٻي شاخ قاسم آباد ۾ قائم آهي. هن اسڪول جو انتظام رومن ڪيٿولڪ ڊايوسيس حيدرآباد جي ذمي آهي. هن اسڪول جو بنياد 1920ع کان 1930ع جي وچ واري عرصي ۾ پيو هو. جنهن جو باني آرڪائيلز مير سمٿن هو. پهرين هن اسڪول جو نالو سينٽ بوناوينچر آف بئگنوريجيو (Saint Bonaventure of Bagnoregio) رکيو ويو. پر ڪجهه ماڻهن جو خيال آهي تہ بعد ۾ اسڪول جو نالو حيدرآباد جي اڳوڻي عيسائي پادري بوناوينچر پيٽرڪ پاؤل جي نالي تي رکيو ويو. ورهاڱي کان وٺي اڄ تائين هي اسڪول سينٽ بوناوينچر هاءِ اسڪول جي نالي سان مشهور آهي. ڪيٿولڪ بورڊ آف ايجوڪيشن هن اسڪول جي ترقيءَ ۽ واڌاري ۾ نمايان ڪردار ادا ڪندو رهيو آهي. هندستان ۽ وچ ايشيا ۾ سينٽ فرانسز زيويئر جي خدمتن جي ياد ۾ اسڪول سان گڏ هڪ چرچ جي تعمير پڻ ڪئي وئي هئي. اسڪول ۽ چرچ جون اهي عمارتون حيدرآباد ۾ ثقافتي ورثي جون يادگار آهن.




فادر جي. بي ٽاد، پهرين هن اسڪول جو وائيس پرنسپال ۽ پوءِ 1958ع کان 1974ع تائين پرنسپال ٿي رهيو. 1972ع ڌاري خانگي تعليمي ادارن جي خاتمي سبب هي اسڪول بہ سرڪاري تحويل ۾ ورتو ويو. جنهن دوران اسڪول جي تعليمي معيار کي ڪافي نقصان رسيو.

هن اسڪول ۾ شاگردن کي تفريح مهيا ڪرڻ لاءِ هر سال غير تعليمي سرگرميون پڻ ٿينديون آهن. جن ۾ ڊراما، مختلف رانديون، ساليانيون اوارڊ تقريبون، جشن آزادي، عيد ميلادالنبي، ڇنڇر پيٽي پروگرام، سائنسي نمائش، موسيقيءَ جو مقابلو، رمضان ڪوئز ۽ ڪمپيوٽر ڪوئز وغيره شامل آهن.

هي اسڪول سينٽ ميري ڪانوينٽ اسڪول سان لاڳاپيل آهي. هن وقت سينٽ بوناوينچر اسڪول جا پرنسپال برٽرام ڊسوزا ۽ اينجيلا ڊسوزا آهن. جڏهن تہ سٽي برانچ جو وائيس پرنسپل عبدالرئوف شيراني ۽ قاسم آباد برانچ جو وائيس پرنسپال سيموئل اروڙا آهي. سٽي برانچ صرف ڇوڪرن لاءِ ۽ قاسم آباد برانچ ڇوڪرن ۽ ڇوڪرين لاءِ گڏيل آهي.

**سينٽ پال چرچ ڪراچي:** ڪراچيءَ جي منهوڙي ۾، منهوڙي لائيٽ هائوس جي پرسان، هيءَ چرچ، 1865ع ۾، سر چارلس نيپئر جي ياد ۾



جوڙائي وئي هئي، جيڪا اڄ تائين موجود آهي. هن چرچ ۾ 50 سيٽن جي گنجائش موجود آهي.

**سينٽ پالس هاءِ اسڪول، ڪراچي** (St. Paul's High School Karachi): ورهاڱي کان اڳ سنڌ ۾ عيسائي مشنرين طرفان قائم ڪيل هي اسڪول اقبال شهيد روڊ، ڪراچيءَ ۾ واقع آهي. هن نجي هاءِ اسڪول جو بنياد 1941ع ڌاري پيو. پاڪستان جي وجود ۾ اچڻ کان اڳ هن اسڪول جو آغاز سينٽ پيٽرڪ ڪئٿيڊرل ڪراچيءَ جي ڪمرن ۾ تدريسي عمل سان ڪيو ويو.



هي اسڪول رومن ڪئٿولڪ چرچ جي هٿ هيٺ ڪئٿولڪ بورڊ آف ايجوڪيشن ۽ ڪراچي بورڊ آف ايجوڪيشن سان لاڳو آهي. هن اسڪول جا ڪل چار هائوس آهن. هن اسڪول ۾ ٻه ڪيمپس هلن ٿا، هڪ مارننگ ڪيمپس ۽ هڪ آفترنون ڪيمپس. مارننگ (صبح واري) ڪيمپس جو پرنسپل فادر انٿوني مارٽس ۽ آفٽرنون (شام) ڪيمپس جي پرنسپال سسٽر زيتا آهن. اهي ٻئي ڪيمپس هن ريت ورهايل آهن: هڪ پرائمري ۽ سيڪنڊري سيڪشن ۽ ٻيو ڪيمبرج سيڪشن، جنهن ۾ او ليول جي تعليم ڏني وڃي ٿي. هن اسڪول ۾ هڪ ليبارٽري، ڪمپيوٽر ليب، لائبريري، ننڍو چڙيا گهر (Zoo)، راند جو وڏو ميدان، جنهن ۾ ڪرڪيٽ پچ (Pitch) ۽ باسڪيٽ بال لاءِ ڌار ڌار گرائونڊ آهن. تعليمي ۽ غير تعليمي سرگرمين جي ڪري هي اسڪول ڪراچيءَ جي هڪ معياري اسڪول جي حيثيت ۾ مشهور آهي.

**سينٽ پيٽرڪ اسڪول ڪراچي**: سينٽ پيٽرڪ اسڪول ڪراچيءَ جي صدر واري علائقي ۾ قائم پراڻو ۽ مشهور اسڪول آهي،



جيڪو 1861ع ۾ قائم ٿيو. هن اسڪول ۾ شروعات ۾ ڇوڪرا ۽ ڇوڪريون گڏجي تعليم حاصل ڪندا هئا پر 1862ع ۾ ان کي ٻن حصن ۾ الڳ ڪيو ويو جنهن اسڪول ۾ ڇوڪرا تعليم حاصل ڪندا هئا، ان کي 'هاءِ اسڪول' چيو ويندو هو ۽ ڇوڪرين لاءِ الڳ بلڊنگ قائم ڪئي وئي. ان اسڪول ۾ مئٽرڪ تائين تعليم ڏني ويندي آهي. هن اسڪول جي موجوده عمارت 1893ع ۾ تعمير ٿي.

هن اسڪول مان سنڌ جا ڪيترائي اهم عهدن تي رهندڙ ماڻهو پڙهي نڪتا آهن، جن ۾ پارت جو مشهور سياستدان لال ڪرشن آڏواڻي، اڳوڻو وزيراعظم محمد خان جوڻيجو، محمد ايوب کهڙو، محمود هارون، شاهنواز ڀٽو الاهي بخش سومرو، يوسف هارون وغيره شامل آهن. پاڪستان جو اڳوڻو صدر جنرل پرويز مشرف ۽ اڳوڻو وزيراعظم شوڪت عزيز به هن اسڪول ۾ پڙهيا.

**سينٽ پيٽرڪ ڪيٿولڪ چرچ ڪراچي**: پاڪستان ۾ هن وقت هيءَ چرچ/ عيسائي مذهب جي ڪيٿولڪ فرقي جي سڀ کان پراڻي ۽ وڏي چرچ آهي. ڪراچيءَ جي موجوده عراق روڊ جي اوڀر واري ڇيڙي تي صدر جي پوئين پاسي سينٽ پيٽرڪ اسڪول جي سامهون موجود هيءَ چرچ ڪراچيءَ سميت سنڌ ۾ ٺهندڙ پهرين باقاعدي چرچ آهي. ان کان اڳ ڪراچيءَ جا عيسائي پنهنجن گهرن ۾ هڪ حصي کي عبادت گاهه طور ڪم آڻيندا هئا.



هيءَ چرچ، ان وقت جي فوجي ڇانوڻيءَ جي ڪئٿولڪ فوجين لاءِ 1845ع ۾ جوڙائي وئي، جنهن جي اڏاوت تي اُن وقت ڇهه هزار روپيا خرچ آيو هو. ان وقت هيءَ ننڍي چرچ هئي. هاڻوڪي چرچ جي خوبصورت عمارت 1878ع ۾ ٺهي راس ٿي. پراڻي بلڊنگ کي سينٽ پيٽرڪ اسڪول ۾ تبديل ڪيو ويو هو، پر 1885ع ۾ ڪراچيءَ ۾ آيل طوفان سبب تباهه ٿي ويو. 1978ع ۾ هن ڪليسا جي سوين (100) سالگرهه جي جشن جي موقعي تي پاڪستان ٽپال کاتي خاص ٽِڪلي جاري ڪئي هئي. اپريل 1881ع ۾ هن چرچ کي پهريون ڀيرو عبادت لاءِ کوليو ويو بعد ۾ مختلف وقتن تي عيسائين جي وڌندڙ تعداد سبب عمارت ۾ واڌارا آندا ويا.

هن گرجا گهر جي طرز تعمير مشهور گوٿڪ فن تعمير تي مشتمل آهي. ابتدائي طور هن گرجا گهر جي ڊيگهه 52 ميٽر ۽ ويڪر تقريباً 22 ميٽر ۽ تقريباً 1500 ماڻهن جي هڪ وقت ويهي عبادت ڪرڻ

جي جاءِ هئي. هن وقت ان ۾ توسيع ڪري 2000 ماڻهن جي ويهڻ جي گنجائش ڪئي وئي آهي. هن چرچ جو هال 170 فوٽ ڊگهو ۽ 75 فوٽ ويڪرو اهي، جنهن ۾ هڪ ئي وقت 1500 ماڻهو عبادت ڪري سگهن ٿا. نومبر 1991ع ڌاري نامور سماجي اڳواڻ مدر ٽريسا به هن ڪليسا جو دورو ڪيو هو. 2003ع ۾ سنڌ حڪومت هن عمارت جي قدامت ۽ خوبصورتيءَ کي سامهون رکندي هن چرچ کي سنڌ جي قديم ماڳن ۾ شمار ڪري 'هيريٽيج' قرار ڏنو آهي. هيءَ چرچ ڪئٿولڪ عيسائين سان واسطو رکي ٿي. سينٽ جوزف اسڪول ۽ سينٽ جوزف چرچ به هن سان گڏ آهن.

**سينٽ جوزف چرچ:** هيءَ چرچ صدر، ڪراچيءَ ۾ آهي. هن جي اڏاوت 1878ع ۾ ٿي. سينٽ جوزف اسڪول ۽ سينٽ پيٽرڪ چرچ ان سان گڏ آهن. هي به گوٿڪ طرز اڏاوت جي خوبصورت جاءِ آهي. 1921ع ۾ ڊرگ روڊ تي رائل ايئرفورس قائم ٿيو ته هتي مرمت وارو يونٽ قائم ڪيو ويو ۽ ڊرگ روڊ ريلوي اسٽيشن تي هڪ گرجا گهر اڏيو ويو، جيڪو اڄ به موجود آهي. ڪيٿولڪ سينٽ پيٽرڪ چرچ (گرم چشمو منگهوپير) به پراڻي چرچ آهي، جنهن کي هاڻي ڪي. ايم. سي چرچ گرم چشمو چيو وڃي ٿو، ڇاڪاڻ ته هي چرچ ڪي. ايم. سي جي فليٽن ۾ قائم آهي. منگهي پير جي علائقي سلطان آباد ۾ ٽيٽارڪوچرچ به موجود آهي. ورهاڱي کان اڳ ماڙيپور، مليرڪينٽ ۽ ايس. او. ڊي (ڊرگ روڊ واري علائقي) ۾ ننڍا گرجا گهر قائم هئا. جيڪي اڄ به موجود آهن ۽ اهي علائقا هن وقت به جوف جي حوالي آهن. ماڙيپور، گريڪس وارو گرجا گهر مقامي عيسائين جي حوالي آهي. انگريزن جي وقت ۾ ڪليسائن جي انتظام لاءِ الڳ کاتو هوندو هو.



انهن چرچن کان سواءِ مڙني عيسائي آبادين ۾ ننڍا چرچ موجود آهن. جن مان چرچ سلاٽر هائوس شاهه بيگ لائين لياريءَ ۾ آهي، جنهن ۾ هڪ 'پيڪٽيسٽ ڪرائيسٽ پنڊيڪاسٽل چرچ آف پاڪستان' آهي، جنهن جو پادري قادر يونس آهي ۽ ٻيو 'سينٽ سيلس چرچ' جيڪو ورهاڱي کان اڳ جو آهي، موجود آهن. نارائڻ پوري رنڇوڙ لائين ۾ بيت ايل هنتڪت پنجاب چرچ موجود آهي. ان کان سواءِ عيسيٰ نگري، چنيسر گوٺ، ڪيٿولڪ ڪالوني، سولجر بازار، شانتي نگر، نارٿ ناظم آباد، بلوچ گوٺ، منگهي پير روڊ، اورنگي ۽ پنجابي ڪالونيءَ جي عيسائي آبادين ۾ عبادت لاءِ ڪيترا چرچ موجود آهن. هتي جا اڪثر عيسائي پنجابي آهن ۽ شهر جي صفائيءَ جو ڪم سندن حوالي آهي. ناصري ڪالوني يوسف گوٺ ۾ اي آر پي سينٽ مائيڪل، ڪيٿولڪ چرچ، چرچ آف پاڪستان، ري پيس پيٽ، روسل ڪليميا، عوامي چرچ سيفل گوٺ سورجاڻي، ڪيٿولڪ چرچ لياري ايڪسپريس وي متاثر ڪالوني سونگل ۽ سينٽ جان ميري چرچ نور محمد گوٺ گجهڙيءَ ۾ آهن.

**سينٽ جوزف ڪاليج ڪراچي** (St. Joseph College Karachi):

ڪراچيءَ ۾ موجود هن ڪاليج جو بنياد 21 جون 1948ع تي سسٽر ميري ائلن رکيو. هن ڪاليج جي قيام جو مقصد ڪراچيءَ ۾ رهندڙ ڇوڪرين



کي اعليٰ تعليم فراهم ڪرڻ هو. هن ڪاليج جو آغاز اڳواٽ قائم سينٽ جوزف ڪانوينٽ اسڪول جي ڪجهه ڪمرن ۾ تدريسي عمل شروع ڪرڻ سان ڪيو ويو ۽ ڪاليج جي پهرين پرنسپال سسٽر ميري ائلين مقرر ٿي. پنهنجي شروعاتي دور ۾ هي ڪاليج سنڌ يونيورسٽيءَ سان لاڳاپيل (affiliated) هو. بعد ۾ ڪاليج لاءِ ڌار عمارت تعمير ڪئي وئي، جنهن جو خاڪو فن تعمير جي مشهور ماهر برادر هلٽري لارڊينو تيار ڪيو.

13 جولاءِ 1951ع تي ڪاليج جو تعميراتي ڪم مڪمل ٿيو ۽ ان جو افتتاح ڪراچيءَ جي آرچ بشپ ائلڪوئن وئن ملٽنبرگ ۽ بيگم بيگ ڪيو. ساڳئي سال هن ڪاليج جو الحاق ڪراچي يونيورسٽيءَ سان ڪيو ويو.

هن ڪاليج جي ابتدا آرٽس فئڪلٽيءَ سان ڪئي وئي، 1950ع ۾ شاگردياڻين جو تعداد لڳ ڀڳ 94 هو جن مان 14 عيسائي، 72 مسلمان ۽ 8 پارسي هيون. 1951ع ڌاري ڪاليج ۾ سائنس فئڪلٽيءَ جو اضافو ڪري هڪ سائنس ليبارٽري قائم ڪئي وئي.

1950ع ڌاري پهريون ڀيرو ڪاليج جي شاگردياڻين وليم شيڪسپيئر جو ڊرامو "A Mid Summers Night Dream" پرفارم ڪيو ويو ان سان گڏ راندين کي هٿي وٺرائڻ لاءِ 1951ع ۾ ڪاليج جي گرائونڊ اندر سنڌ اولمپڪ نيٽ بال چئمپيئن شپ منعقد ڪئي وئي.

1952ع ڌاري سسٽر ميري ائلبن طبيعت جي ناچاڪيءَ سبب انگلنڊ هلي وئي ۽ سندس جاءِ تي 1961ع تائين سسٽر ميري برناڊيٽ پرنسپال طور فائز رهي. هن جي دور ۾ بيچلر ان سائنس پروگرام جو آغاز ڪيو ويو. 1961ع کان 1983ع تائين سسٽر ميري ائميلي ڪاليج جي پرنسپال رهي. هن 1963ع ۾ مائڪروبائلاجي ليبارٽري قائم ڪئي. سندس ئي دور ۾ ٻين ڪاليجن سان گڏ هن ڪاليج کي به سرڪاري تحويل ۾ ورتو ويو. 1983ع کان 2005ع دوران مسز ڪنيزجَي. عابدي، مسز شهناز پروين ۽ پروفيسر ڊاڪٽر تنوير انجم مختلف وقتن تي پرنسپال جي عهدي تي فائز رهيون.

7 مئي 2005ع تي، ڪاليج کي ڊي نيشنلائيزڊ ڪري اصلوڪن مالڪن حوالي ڪيو ويو، جنهن بعد سسٽر ائميلي هڪ ڀيرو ٻيهر پرنسپال مقرر ٿي. سندس ڪوششن سان ڪاليج جي تدريسي عمل ۽ عمارت ۾ نئين سر بهتري آندي وئي ۽ سندس ئي ڪاوشن جي نتيجي ۾ عورتن لاءِ ڪامرس فئڪلٽي قائم ڪئي وئي. تعليمي خدمتن عيوض سسٽر ائميلي کي پاڪستان حڪومت 'ستارهءِ امتياز' جو تمغو ڏنو. 2009ع ۾ مس ميري ڪئلب ۽ 2010ع کان پروفيسر برناڊيٽ. ايل. ڊين (ڪاليج جي اڳوڻي شاگردياڻي) پرنسپال جي عهدي تي فائز آهي.

صدر جي علائقي ۾ قائم، ڪراچي يونيورسٽيءَ سان لاڳاپيل هي ڪاليج نصابي ۽ غيرنصابي سرگرمين سبب ڪراچيءَ جي بهترين ڪاليجن ۾ شمار ٿئي ٿو.

## سينٽ جوزف ڪانوينٽ هاءِ اسڪول ڪراچي

(St. Joseph Convent High School Karachi): ڪراچيءَ ۾ قائم هي هڪ پراڻو تعليمي ادارو آهي، جيڪو 1862ع ڌاري وجود ۾ آيو. 1862ع



ڌاري ڊاٽرس آف ڪراس (Daughters of the Cross) جي هڪ گروهه جي ڪراچيءَ آمد ٿي، جن ڪراچيءَ ۾ ڇوڪرين جي تعليم جي کوٽ کي محسوس ڪندي مذهبي خانقاهه ۾ تدريسي عمل جو آغاز ڪيو 1869ع ڌاري، شاگردياڻين جي تعداد ۾ غير معمولي واڌ سبب ڪانوينٽ جي مٿين سموري منزل اسڪول لاءِ مخصوص ڪري 1871ع کان ان کي 'سينٽ جوزف ڪانوينٽ اسڪول' نالو ڏنو ويو. بعد ۾ سينٽ پيٽرڪ چرچ جي نئين عمارت تعمير ٿيڻ بعد هن اسڪول کي چرچ جي پراڻي عمارت ۾ منتقل ڪيو ويو.

1901ع ڌاري سينٽ پيٽرڪ اسڪول ۽ سينٽ جوزف اسڪول جا پنجاهه سال مڪمل ٿيڻ تي هڪ تقريب منعقد ڪئي وئي، جنهن ۾ ٻنهي اسڪولن گڏيل طور جي. پي هال ۾ 'وليم ٽيل' (William Tell) ڊرامو پيش ڪيو. 1947ع ۾، ورهاڱي ڪانپوءِ ڪراچيءَ ۾ لڏي ايندڙ مهاجرن جي ٻارن جي تعليمي ضرورت پوري ڪرڻ لاءِ هن اسڪول ۾ گنجائش ڪئي وئي. موجوده وقت هن اسڪول ۾ لڳ ڀڳ 2000 ٻار تعليم حاصل ڪري رهيا آهن. هي اسڪول ابتدا کان وٺي شاگردياڻين کي بهتر ماحول ۽ معياري تعليم فراهم ڪري سندن ذهني صلاحيتن ۽ قابليت کي اجاگر ڪري رهيو آهي. ڪمپيوٽر ۽ انفارميشن ٽيڪنالاجيءَ (I.T) جا موضوع هر شاگردياڻيءَ جي نصابي سرگرميءَ جو حصو آهن. هن اسڪول ۾ ميٽرڪ بورڊ نظام ۽ ڪيمبرج يونيورسٽيءَ تحت ڏهين درجي ۽ او ليول جا امتحان ڪرايا وڃن ٿا.

هن اسڪول جي غير نصابي سرگرمين ۾: ڪلب، مختلف رانديون، فيلڊ مطالعاتي دورا، ڪمپيوٽر ۽ آرٽ جون نمائشون شامل آهن. اسڪول ۾ آرٽ ڪلب، ڊبيٽنگ سوسائٽي، ڊرئميٽڪ سوسائٽي، بڪ ڪلب، سيوئنگ ڪلب ۽ چيس (Chess) ڪلب قائم ٿيل آهن.

هن وقت اسڪول جي پرنسپال سسٽر انيتا ڪونسٽينٽ آهي. هن اسڪول مان تعليم پرائيندڙ نمايان شخصيتن ۾: حميده کهڙو (اڳوڻي صوبائي وزير تعليم)، نفيسه شاهه (قومي اسيمبليءَ جي ميمبر)، ماروي ميمڻ (سياستدان)، شهناز وزير علي (چيئرپرسن، هاير ايجوڪيشن ڪميشن)، زبيده مصطفيٰ (صحافي)، عظمي اسلم خان (ناول نگار)، شاهده جميل (بئرسٽر ۽ اڳوڻي وزير)، مهرين جبار (فلم ميڪر/ هدايتڪار)، آمنه شيخ (اداڪاره ۽ سپر ماڊل)، مليحه لوڌي (صحافي/ سفارتڪار)، ائلين سورس Alien Soares (پنجاهه سالن تائين هن اسڪول ۾ پڙهائيندڙ استاد) ۽ ٻيا شامل آهن.

**سينٽرل/ مرڪزي بئنڪ**: ڪنهن به ملڪ جي اهڙي بئنڪ، جيڪا حڪومت کي مختلف رٿائن جي تڪميل لاءِ رقم مهيا ڪري. عام واپاري بئنڪن سان ڏيتي ليتي رکي ۽ ملڪ اندر ناڻي ۽ قرض جي پاليسي جوڙي ۽ لاڳو ڪري، ڪنهن به رياست جي معاشي، ڪاروباري ۽ واپاري معاملن تي ڪنٽرول ڪري ته ان بئنڪ جو معاشي ۽ مالي پاليسيون جوڙڻ ۾ وڏي اهميت هوندي آهي. هيءَ بئنڪ ڪنهن به ملڪ جي ڪرنسي جاري ڪرڻ ۽ رياستي ناڻو محفوظ رکڻ ڪري عام ڪاروباري بئنڪن کان مختلف هوندي آهي. دنيا ۾ مرڪزي بئنڪون عام طرح خودمختيار اداري طور ڪم ڪنديون آهن. پاڪستان ۾ 'اسٽيٽ بئنڪ آف پاڪستان' کي مرڪزي بئنڪ جي حيثيت حاصل آهي. ان جي هيڊ آفيس ڪراچيءَ ۾ آهي.

**سينٽرل بئنڪ آف انڊيا** (شڪارپور برانچ): شڪارپور ۾ جيڪي عمارتون تاريخي لحاظ کان اهميت رکن ٿيون، انهن ۾ 'سينٽرل بئنڪ آف انڊيا شڪارپور' جي عمارت به شامل آهي. هيءَ بئنڪ 1914ع ۾ قائم ٿي. چيو وڃي ٿو ته اها سينٽرل بئنڪ آف انڊيا جي برانچ هئي. هيءَ عمارت اڄ به ڪاڪڙن جي ٿلهي شيخ محلي شڪارپور ۾ موجود آهي. بئنڪ جي هي عمارت 1948ع ۾ اڪبر علي شيخ 9200 روپين ۾ سيٽلمينٽ ڊپارٽمينٽ آف پاڪستان کان خريد ڪئي. 1961ع ۾ ان عمارت ۾ 'گورنمينٽ گرلس پرائمري اسڪول' قائم ٿيو. 1994ع تائين اهو اسڪول اتي ئي قائم رهيو. شيخ محلي ۾ نياڻين جي اسڪول نه




هئڻ سبب اڪبر علي شيخ پنهنجي عمارت جو هيٺيون حصو بغير ڪنهن مسواڙ جي اسڪول لاءِ ڏنو، جتي اسڪول کليو ۽ شيخ محلي جي نياڻين جي لاءِ تعليم جو دروازو کُلي ويو. هن عمارت جي هيٺئين حصي ۾ هڪ وڏو هال، ٽي ڪمرا ۽ هڪ اسٽور روم آهي. عمارت جي پويان گرائونڊ پڻ آهي، جنهن جي ايراضي 30 X 60 جي لڳ ڀڳ ٿيندي. هن وقت هن عمارت ۾ شيخ برادريءَ جا ماڻهو رهائش پذير آهن.

**سينٽ ميري ديول** (ماڳ): ڪراچيءَ ۾ هاٽوڪي نيشنل بئنڪ جي سامهون عيدگاهه جي پير ۾ رومن ڪيٿولڪ فرقي جي عيسائين جي ديول آهي، جيڪا 1885ع ۾ تعمير ٿي. ديول جي اڳيان چبوتري ۾ سنگ مرمر جو هڪ آدم قد مجسمو رکيل آهي. ورهاڱي کان پوءِ سينٽ ميري ديول کي هاءِ اسڪول ڪيو ويو، هتي وڏن ماڻهن جا ٻار تعليم وٺن ٿا، فيون بلڪل ڳريون آهن. اڳ اسڪول جي شاگردن کي هر روز بائبل جو سبق ڏنو ويندو هو، پر ايوبي حڪومت سڀني ديولن جي پادرين کي حڪم ڏنو ته اسلامي تعليم ڏين. 1942ع تائين شاگرد سينيئر ڪيمبرج امتحان ڏيندا هئا، جڏهن ته 1948ع کان سنڌ يونيورسٽيءَ سان لاڳو ٿي ويو.

**سينٽ ميريز هاءِ اسڪول حيدرآباد** (St. Mary's High School Hyderabad): سينٽ ميريز ڪانوينٽ گرلس هاءِ اسڪول، فوجداري روڊ، حيدرآباد ۾ واقع آهي. هي اسڪول، حيدرآباد ۾ ڇوڪرين جي تعليم لاءِ سينٽ بوناوينچر هاءِ اسڪول جي هڪ حصي طور وجود ۾ آيو. اڳتي هلي، ان کي 'سينٽ ميريز ڪانوينٽ گرلس هاءِ اسڪول' جي نالي سان ڌار حيثيت ڏني وئي. هي اسڪول، ڪيٿولڪ ڊايوسيس حيدرآباد جي هٿ هيٺ ۽ سينٽ بوناوينچر هاءِ اسڪول سان لاڳاپيل آهي، جڏهن ته هن اسڪول جو انتظام ڪيٿولڪ بورڊ آف ايجوڪيشن جي انتظاميا هلائيندي آهي.

هن اسڪول جو قيام به سينٽ بوناوينچر هاءِ اسڪول سان گڏ 1920-30ع جي وچ ڌاري عمل ۾ آيو. جنهن جو بنياد آرڪائيلز ميرسمئن رکيو. پاڪستان جي قيام بعد ڇوڪرين لاءِ ڌار اسڪول جي



تقاضا کي آڏو رکندي سينٽ بوناوينچر هاءِ اسڪول کان هن اسڪول کي ڌار ڪري پهرين سينٽ ميريز ڪانوينٽ ۽ پوءِ سينٽ ميريز ڪانوينٽ گرلز هاءِ اسڪول جو نالو ڏنو ويو. هي ڪئمپس ٽن عمارتن ۽ راندين جي ٻن ميدانن تي مشتمل آهي. بايولاجي، ڪيمسٽري ۽ فزڪس جون ليبارٽريون، ڪمپيوٽر ڪلاسز ۽ ٻيا ڪلاس شامل آهن.

هن اسڪول جي نصاب ۾ سائنس، رياضي، انگريزي، اردو، سنڌي، اسلاميات، سماجي اڀياس، پاڪستان جو اڀياس، فزيڪل ٽريننگ، هوم اڪنامڪس، اخلاقيات (غير مسلمن لاءِ)، ڪمپيوٽر سائنس ۽ ٻيا مضمون شامل آهن.

هن اسڪول ۾ سال جي مختلف ڏينهن تي غير نصابي سرگرميون به ٿينديون آهن، جن ۾ تقريري مقابلا، نعت خواني، رانديون، اوارڊ تقريبون، موسيقيءَ جا پروگرام، سوالن جوابن جا مقابلا وغيره شامل آهن. هي اسڪول پاڪستان گرلس گائيڊ ايسوسيئيشن سان پڻ لاڳو آهي. هن وقت اسڪول جي پرنسپل سسٽر ڪيٿرين گِل آهي.

سنڌ سان تعلق رکندڙ قومي اسيمبليءَ جي اڳوڻي اسپيڪر ۽ پ پ اڳواڻ ڊاڪٽر فهميده مرزا، سنڌ يونيورسٽيءَ جي پرووائيس چانسلر ڊاڪٽر رفيعه شيخ سميت ڪيترن ئي اهم سنڌي عورتن ورهاڱي کان اڳ ۽ پوءِ هن اسڪول مان تعليم ورتي آهي.

**سينٽ ميريز هاءِ اسڪول، سکر** (St. Mary's High School Sukkur): هيءُ اسڪول انگريز دؤر ۾ سکر ۾ قائم ٿيل اهم گڏيل تعليمي (Co-education) درسگاهه آهي. 1860ع ڌاري انگريز سرڪار برطانيا ۽ گووا جا عيسائي، سکر ۾ ريلوي ملازم مقرر ڪيا هئا، جن پنهنجي مشنري مقصدن لاءِ بمبئيءَ جي آرچ بشپ کي درخواست ڏني ته سکر ۾ هڪ پادري مقرر ڪيو وڃي، جنهن ڪانپوءِ پهرين مختصر عرصي لاءِ فادر وڪٽر کي ۽ پوءِ 1883ع ۾ مستقل طور فادر پيٽر ايس. جي کي سکر ۾ پادري مقرر ڪيو ويو.

فادر پيٽر ايس. جي. تعليم جي ڪوٺ کي مدنظر رکندي بمبئيءَ جي آرچ بشپ ۽ ريلوي انتظاميا کي درخواست ڏني تہ هتي ٻارن لاءِ هڪ اسڪول قائم ڪيو وڃي. سندس درخواست تي 1881ع ڌاري سينٽ ميريز اسڪول جو قيام عمل ۾ آيو. آڪٽوبر 1888ع کان هي اسڪول ريلوي ملازمن جي ٻارن لاءِ پرائمري اسڪول طور مختص ڪيو ويو. بعد ۾ 1897ع ڌاري هن اسڪول ۾ مقامي ٻارن کي تعليم ڏيڻ جو سلسلو بہ شروع ٿيو.



اسڪول جي شروعاتي ٻارهن سالن دوران شاگردن جو تعداد 30 کان گهٽ هئڻ ڪري ريلوي انتظاميا اسڪول جي مالي امداد بند ڪري ڇڏي، جيڪا ٻيهر جنوري 1908ع ۾ بحال ڪري 20 روپيا مقرر ڪئي وئي. ان سان گڏوگڏ هڪ ريلوي بنگلو بہ اسڪول جي استعمال لاءِ ڏنو ويو، جيڪو 1911ع تائين اسڪول انتظاميا جي استعمال ۾ رهيو ۽ بعد ۾ ريلوي اختيارين واپس ورتو.

23 مئي 1911ع تي عيسائي برادريءَ طرفان اسڪول لاءِ هڪ عمارت فراهم ڪئي وئي ۽ اسڪول جي انتظامي سارسنڀال پڻ گرجا گهر اختيارين جي هٿ هيٺ رهي. 1916ع ڌاري هڪ ڀيرو ٻيهر هي اسڪول ريلوي انتظاميا جي حوالي ٿيو ۽ نيٺ 1917ع ڌاري هي اسڪول، تعليم کاتي وٽ رجسٽر ٿيو.

1940ع ۾ اسڪول جا انتظام فرينچ عملدارن جي حوالي ٿيا. ان عرصي دوران اسڪول جو تعليمي معيار وڌايو ويو ۽ شاگردن کي ڪيمبرج او ليول جي امتحانن لاءِ تيار ڪيو ويندو هو 1942ع کان ڇوڪرين لاءِ بورڊنگ جو آغاز ٿيو. 1950ع ڌاري هن اسڪول کي ڏهين ڪلاس تائين وڌائي هاءِ اسڪول جو درجو ڏنو ويو. آڪٽوبر 1953ع ۾ پرائمري اردو اسڪول هن اسڪول جي شاخ طور وجود ۾ آيو.

1963ع ڌاري هن اسڪول ۾ هڪ سائنس ليبارٽري پڻ قائم ڪئي وئي. 1972ع ڌاري ملڪ جي اڳوڻي وزيراعظم (شهيد) ذوالفقار علي ڀُٽي جي حڪم تي ڪيترن نجي اسڪولن کي سرڪاري اسڪولن جي حيثيت ۾ تبديل ڪيو ويو، جن ۾ هي اسڪول پڻ شامل هو. 1990ع ۾ سنڌ سرڪار هي اسڪول اصلوڪن مالڪن حوالي ڪيو. ان وقت سسٽر فلاويا اسڪول جي پرنسپل مقرر ٿي. ان سڄي عرصي دوران اسڪول جي عمارت ۽ تدريسي عمل کي ڪافي نقصان رسيو. 1992ع ۾ سسٽر روزي جيڪب پرنسپال جي عهدي تي فائز ٿي، جنهن جي ڪوشش ۽ رومن ڪيٿولڪ ڊايوسيس حيدرآباد ۽ ڪيٿولڪ بورڊ آف ايجوڪيشن جي تعاون سان 1997ع ۾ اسڪول جي نئين عمارت جو بنياد رکيو ويو. 2000ع ۾ اسڪول جي ٻهرين منزل تي 5 ڪمرن، هڪ ڪانفرنس هال ۽ ٻيءَ منزل تي آڊيٽوريم جو واڌارو ڪيو ويو.

موجوده وقت ۾ بلڊ بئنڪ، سکر جي ويجهو نيشنل بئنڪ جي بلڪل سامهون قائم هن اسڪول جو شمار سکر جي بهترين ۽ معياري اسڪولن ۾ ٿئي ٿو. هي اسڪول ثانوي ۽ اعليٰ ثانوي تعليمي بورڊ، سکر سان لاڳاپيل (affiliated) آهي. هن وقت سينٽ ميريز هاءِ اسڪول ۾ تقريباً 1300 شاگرد ۽ شاگردياڻيون تعليم حاصل ڪري رهيون آهن. اسڪول جا سمورا انتظام، ڪيٿولڪ بورڊ آف ايجوڪيشن جي ذمي آهن ۽ اسڪول جي پرنسپال سسٽر روزي جيڪب آهي.

**سينٽو** (CENTO): سينٽرل ٽريٽي آرگنائيزيشن (سينٽو) وچ ايشيا جي دفاعي تنظيم آهي. هي دفاعي معاهدو بغداد پڪٽ جي نالي سان بہ مشهور آهي. ان ٺاهہ تي سڀ کان اڳ عراق ۽ ترڪيءَ جي ملڪي سربراهن، 24 فيبروري 1955ع تي صحيحون ڪيون. هن ٺاهہ ۾ آمريڪا جي 1956ع ۾ شموليت ڪانپوءِ پاڪستان، برطانيا ۽ ايران بہ شامل ٿيا. هن ٺاهہ جو خاص مقصد وچ اوڀر ۾ ڪميونزم جي وڌندڙ اثرن کي ختم ڪرڻ هو. 21 آگسٽ 1959ع تي بغداد پڪٽ مان عراق جي نڪرڻ ڪانپوءِ ان جو نالو تبديل ڪري 'سينٽو' رکيو ويو ۽ ان جو هيڊڪوارٽر بغداد کان منتقل ڪري 'انقره' (مصر) ڪيو ويو. ان جو عرصو پنج سال رکيو ويو، پر پوءِ ان ۾ وسعت آندي وئي. ان جي ترقياتي منصوبن ۾ ايران، ترڪي ۽ پاڪستان جي رستن ۽ ريلن وغيره جي تعمير جو بندوبست ڪرڻ هو سينٽو وسيلي صحت، واپار ۽ ٻين سماجي ڪمن ۾ بہ ترقي ٿي. سپر طاقتن جي سياست ۾ تبديلين اچڻ ڪانپوءِ مارچ 1979ع ۾ هي معاهدو ختم ٿيو (البت پاڪستان، ترڪي ۽ ايران RCD جي شڪل ۾ گڏيل سهڪار جو سلسلو جاري رکيو). هن تنظيم جي ميمبر ملڪن جي وچ ۾ معاشي معاهدا بہ ٿيا. تنظيم جو مکيہ عهديدار اقوام متحده جو سيڪريٽري جنرل هو. ان جا ساليانا اجلاس ٿيندا رهندا هئا.



**سينڌو لوڻ** (Rock Salt): هي لوڻ، ڪيميائي مرڪب سوڊيم ڪلورائيڊ (NaCl) جي معدني شڪل آهي. هن لوڻ کي عام طور معدني لوڻ، پهاڙي لوڻ يا لاهوري لوڻ پڻ چيو وڃي ٿو. جڏهن تہ انگريزي زبان ۾ Rock Salt ۽ Halite جي نالن سان مشهور آهي. هي لوڻ گهڻو ڪري بي رنگ، يا اڇو ٿئي ٿو پر ڪٿي ڪٿي ان ۾ آلودگيءَ

(Impurities) جي ڪري هي لوڻ هلڪي نيري، واڱڻائي، گلابي، ڳاڙهي، نارنگي، پيلي، گهري نيري ۽ سليٽي رنگ جو به ڏسڻ ۾ ايندو آهي. رنگ جو آڌار لوڻ ۾ آلودگيءَ جي قسم ۽ مقدار تي هوندو آهي. هي لوڻ، قدرتي طور يڪسان ماپ جي شفاف ٽڪرن (Crystals) جي صورت ۾ وڌندو آهي.



هي لوڻ تهن جي شڪل ۾ ڍنڍن، صحرائي پٽن ۽ سمنڊ جي پراڻن وهڪرن تان پاڻيءَ جي ٻاڦ ٿيڻ سبب گڏ ٿيل معدنيات جهڙوڪ: سلفيٽ، هيلائيڊ ۽ بورئيٽ جي ٺهڻ سان گڏ عمل ۾ ايندو آهي. اهڙي لوڻ جو ٿلهو ته وسيع ايراضيءَ تي سوَن ميٽرن تائين هوندو آهي ۽ اهڙيءَ ريت لوڻ جا وڏا وڏا ذخيرا هٿ ايندا آهن.

پاڪستان ۾ اسلام آباد ويجهو 'کيوڙا' نالي مقام وٽ لوڻ جون کاڻيون ۽ لوڻ جو وڏو ذخيرو موجود آهي، انهن کاڻين کي 'Khewra Salt Mine' سڏجي ٿو. متحده امارات ۾ اهڙي لوڻ جا ٽي وڏا ذخيرا آهن. جن مان سڀ کان وڏو ذخيرو چيشائر (Cheshire) ۾ ونسفرڊ (Winsford) جي هنڌ تي آهي، جتان هر ڇهين مهيني اڌ ملين ٽن لوڻ حاصل ٿيندو آهي. ان ڪانسواءِ ٽيڪساس جي سامونڊي پٽي، لوئسانيء، جرمني، اسپين، نيڌرلينڊس، رومانيه ۽ ايران ۾ به هن لوڻ جا ذخيرا ملن ٿا. ايران جي بريٽ وارن علائقن ۾ لوڻ جون متحرڪ چوٽيون به ملن ٿيون، جيڪي انتهائي بلند هوندي، هيٺان ڪان ٽٽي هيٺينءَ طرف ڪِرنديون رهن ٿيون.

هن لوڻ جو استعمال مقامي طور ڪيو ويندو آهي. لوڻ جي استعمال سان برف جي ڄمڻ جو پد 0°C (0 ڊگري سينٽي گريڊ) تائين گهٽجي ويندو آهي، جنهنڪري گهٽي برف پوندڙ ملڪن ۾ هي لوڻ عام روڊن ۽ رستن جي صفائيءَ لاءِ ڪتب آندو ويندو آهي.

سنڌ ۾ عام طور گهريلو ٽوٽڪن ۾ 'سينڌي لوڻ' جو استعمال ڪيو ويندو آهي. ڪن حڪيمن ۽ ڪنيرن وٽ هڏيءَ جي ڀڃڻ، مُڙڻ يا ٽڙي وڃڻ ڪانپوءِ جوڙڻ ۽ واپس جاءِ تي آڻڻ واري مرحلي تي ٽڪري علاج ۽ سور کان نجات لاءِ هن جو استعمال ڪرايو ويندو آهي. هٿ ۽ ٻانهن وغيره ۾ تڪليف هجي ته هن لوڻ جو ڳنڍو هٿ ۾ جهلڻ لاءِ چوندا آهن ۽ پير يا ٽنگ جي تڪليف ۾ ان کي نهن سو سڙي پاڻيءَ ۾ وجهي، پيران ۾ ٻوڙي ويهڻ لاءِ چيو ويندو آهي. اهو لوڻ حڪيمن طرفان ٻين به ڪيترين دوائن ۾ استعمال ٿيندو آهي، خاص ڪري 'چورڻ' وغيره ۾.

**سينڊل**: پير ۾ پائڻ لاءِ هڪ خاص قسم جي ٺهيل جتي، جنهن جي هيٺان ڪڙي لڳل هوندي آهي. سينڊل جو ترو به عام جتين ڪان ڪجهه مختلف هوندو آهي. آڱوٺي ۽ ڪُڙيءَ وٽ پير کي جهلڻ لاءِ ڪهيون يا پٽيون لڳل هونديون آهن. سينڊل جي ابتدا بابت ڪا مستند تاريخ نه ملي سگهي آهي، پر ماهرن جي راءِ موجب پهريون سينڊل 2000 ق. م ۾ مصر ۾ تيار ڪيو ويو. ان سينڊل جي بناوٽ ۾ آبي ٻوٽي (Papyrus) تيلن، گلن ۽ مخصوص اٽيل ڪپڙي جو استعمال ڪيو ويو. قديم مصر واري دور ۾ سينڊل جو استعمال صرف اهم شخصيتون ڪنديون هيون، جن جا سينڊل چمڙي، ڪاٺ ۽ آبي ٻوٽي (Papyrus) مان تيار ڪيا ويندا هئا. ساڳيءَ ريت قديم يوناني پڻ پيرن جي حفاظت، کهري ۽ گرم زمين ڪان بچاءَ لاءِ سينڊل ڪتب آڻيندا هئا. قديم يوناني باشندا گهڻن ڪان



ٻاهر نڪرڻ وقت گهڻو ڪري سينڊل پائيندا هئا، جيڪي ڳنڍيل ٽونري ۽ چمڙي سان تيار ٿيل هوندا هئا ۽ انهن جي ٻنهي پاسن ڪان ننڍڙا چمڙي جا ڪشا لڳل هوندا هئا، جن کي مختلف طريقن سان پير جي مٿئين حصي ڪان ورائي مضبوطيءَ سان ٻڌبو هو. سونهري رنگ جا چمڪندڙ سينڊل قديم دور ۾ اعليٰ منصب رکندڙ شخصيتون ۽ عورتون استعمال ڪنديون هيون، جن کي وڌيڪ پرڪشش بنائڻ لاءِ انهن کي مٽين، ڪوڏين ۽ عاج جي ذرڙن سان سينگاريو ويندو هو. رومين، پنهنجي روزمره جي زندگيءَ ۾ سينڊل پائڻ جو وڌ مان وڌ رواج وڌو. سينڊل جي بناوت ۾ نئين ڊزائنن ۽ مختلف رنگن ۽ شين وسيلي سينڊل جي خوبصورتيءَ ۽ سينگار جو آغاز سڀ ڪان پهريان روم ۾ ٿيو. جتي رومي نوابن ۽ رئيسن لاءِ جوتا ٺاهيندڙن ۽ دستڪار هنرمندن ڳاڙهي رنگ جا زيبائشي سينڊل تيار ڪري، انهن کي اڳيان ۽ پٺيان چنڊ جي شڪل جي آرائشي شين سان سجايو. جديد دوَر ۾ سينڊل اڄڪلهه فيشن طور پاتو وڃي ٿو. جنهنڪري سينڊل جي گهرج ۽ کپت ۾ اضافو ٿيو. ويهين صديءَ جي وچ ڌاري هٿ سان ٺهيل سينڊلن جو رواج مقبول ٿيو. جڏهن ته ويهين صديءَ جي پڇاڙيءَ دوران سينڊل جي بناوت باقاعدي صنعتڪاريءَ جي صورت اختيار ڪري وئي. موجوده وقت ۾ بوٽ ڪانسواءِ سينڊل جو استعمال جهجهي انداز ۾ ٿي رهيو آهي. اڳاٽي دوَر ۾ سينڊل جو اصطلاح صرف عورتن جي پير ۾ پائڻ جي جتيءَ طور ٿيندو هو پر هاڻي مردن، ٻارن، عورتن ۽ ٻڍن لاءِ نون نون ڊزائينن ۽ مختلف قسمن جا سينڊل تيار ڪيا وڃن ٿا. جوتا ٺاهيندڙ

ڪمپنين جوتن سان گڏ سينڊلن جي تياريءَ ۾ بہ واڌارو آندو آهي. شادين ۽ خوشين جي موقعن تي رنگ برنگي موتين، هيرن، ذري ۽ ڌاڳي جي ڪم سان سينگاريل سينڊل عورتن جي پيرن جي حُسن کي وڌائين ٿا. مردانن سينڊلن ۾ نوروزي سينڊل ۽ ٻين سوين قسمن جا سينڊل نهايت پسند ڪيا وڃن ٿا ۽ پاتا وڃن ٿا. عورتن جي سينڊلن ۾ باريڪ ڪڙين، زيبائش ٿيل ڪشن توڙي مٿين پٽين تي خوبصورت ڊزائين وارا سينڊل تيار ڪيا وڃن ٿا. پينل ڪڙي، فيلٽ، زري وارا، نگينن وارا، آڱولي وارا، چنبن کان بند ٿيل سينڊل وغيره.

**سينڊر/ وڏڙو** (پکي): بدڪ جو هڪ قسم، جيڪو 50 کان 52 سينٽي ميٽر جسامت رکي ٿو هيءَ پکي، جيڪو بدڪ کان ٿورو وڏو ٿئي ٿو هن پکيءَ کي انگريزيءَ ۾ Large whistting teal يا Fulvous tree duck چيو ويندو آهي، جڏهن تہ سائنسي زبان ۾ هن پکيءَ جو نالو Dendrocygna bicolor آهي. هن پکيءَ جو تعلق Anatidae خاندان جي ذيلي ڪٽنب Anserinae سان آهي. هن بدڪ جو نر ۽ ماد هڪ جهڙا ٿين ٿا. هيءَ بدڪ سڄي ڳاڙهسري، ڀوري، ڀچ ۽ جهنب ڪاري. ڪک جا



ڪنب هيٺئينءَ طرف مڙيل، جن تي ملائي رنگ جا نمايان ليڪا هوندا آهن، پرن جو هيٺيون حصو ۽ پير سرمائي، ڪاري رنگ جا. اکين جون پتليون گهريون ناسي ٿينديون آهن. هيءَ پکي تازي ۽ مٺي پاڻي، خاص ڪري ڍنڍن، ٻوٽن ۽ ٻنن جي ٻوٽن سان ڀريل ڍنڍ تي رهڻ پسند ڪندو آهي. دنيا جي تقريباً مڙني گرم ملڪن ۾ جهجهي تعداد ۾ نظر اچي ٿو. هيءَ پکي هندستان جو مقامي پکي آهي، جڏهن تہ پاڪستان ۾ ڪجهہ وقت لاءِ هجرت ڪري ايندو آهي.

سنڌ جي ڍنڍن جي خراب صورتحال ۽ مٺي پاڻيءَ جي کوٽ سبب هاڻي سنڌ ۾ هي پکي گهٽ نظر ايندو آهي. هن جي غذائي خوراڪ ۾ پاڻيءَ ۾ ٿيندڙ هر قسم جو گاهہ، ٻج، جانور ۽ جيت وغيره شامل آهن.

هي پکي پنهنجي هم نسلن جي ڀيٽ ۾ گهٽ گروهہ پسند آهي، ڏينهن جو پاڻيءَ ۾ نيم ٻڏل ٽارين يا ٻوٽن تي آرام ڪندو آهي. ساحل ويجهو ڪليل سمنڊ يا سمنڊ جي ٻاڙين ۽ ڍنڍن تي بہ گهمندي نظر ايندو آهي. ٽانگهي پاڻيءَ ۾ تڙڳي ٿو ۽ اونهي پاڻيءَ ۾ ٽٻي ڏئي ٿو. آرام سان ويٺل هوندو آهي. نسلي واڌويجهہ لاءِ آڪيرا ٺاهڻ بجاءِ قدرتي کڏ، ڪانڇن، ناگرموٿ يا ٻين آبي ٻوٽن جي جهڳٽن جو انتخاب ڪندو آهي. مادي بدڪ هڪ وقت ۾ ڇهہ کان اٺ بيضا لاهيندي آهي. بيضن جو رنگ عاجي اڇو (Ivory white) ٿيندو آهي، جڏهن تہ آريءَ جو عرصو اٽڪل هڪ مهيني تي مشتمل هوندو آهي.

سنڌ ۾ ڳچ عرصو اڳ هي پکي ڪينجهر ڍنڍ، منڇر ڍنڍ ۽ هاليجي ڍنڍ تي سال جي اڪثر برسات ۾ نظر ايندو هو، پر ڍنڍن جي موجوده صورتحال جي ڪري هيءَ پکي سنڌ مان اٽلپ ٿي ويو آهي ۽ ورلي ايڪڙ ٻيڪڙ نظر اچي ٿو.

**سينگار شاعري** (سنڌي سينگار شاعريءَ جو پسمنظر): ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ جي راءِ آهي تہ ڪلهوڙن کان اڳ ۽ ڪلهوڙن جي اوائلي دور ۾ سنڌ جي سگهڙ شاعرن، هنديءَ جي 'سنگار رس شاعريءَ' وارن مضمونن ۽ عنوانن ۾، پنهنجي سنڌي تخيل جي آميزش سان نوان نڪتا پيدا ڪيا؛ البت انهيءَ اوائليءَ دور ۾ هنن پنهنجن خيالن کي هندي زبان جي اسلوب بيان ۾ ادا ڪرڻ جي ڪوشش پئي ڪئي، ميان نور محمد ڪلهوڙي جي ايامڪاريءَ کان سنڌ جي پختہ مشق شاعرن، حسن ۽ سينگار جي مضمونن کي نئين سنڌي اسلوب بيان ۾ نباهيو ۽ مستقل طور 'سنڌي سينگار شاعري' جو بنياد رکيو. سنڌي سينگار شاعريءَ جو اوج ۽ ڪمال سڀ کان اڳ سگهڙن جي سرتاج جلال ڪٽيءَ جي بي بها بيتن ۾ نظر اچي ٿو جلال غالباً پهريون استاد شاعر هو جنهن پنهنجي انوکي تخيل ۽ جادو بيانيءَ سان سنڌي سينگار شاعري کي اوج تي پهچايو. جلال، نور محمد ڪلهوڙي جي عهد جو شاعر هو ۽ ڀنائيءَ جو وڏو معاصر يا هم عمر هو ان وقت جي سنڌي شاعري، تصوف جي رنگ ۾ رڱيل هئي ۽ مجاز کان وڌيڪ حقيقت ڏي مائل هئي. ان جي ڀيٽ ۾ سنڌي سينگار شاعري پنهنجي پسمنظر ۾ 'هڪ خاص فن' هو. جنهن ۾ محبوب جي حسن ۽ سينگار جي موضوع کي هڪ خاص اسلوب بيان ۾ ادا ڪرڻ ضروري هو ان ڪري سينگار شاعريءَ جا استاد شاعر ساڳئي وقت هنرمند شاعر بہ هئا، يعني انهن جي ڪلام ۾ سگهڙپائي وڌيڪ نمايان هئي. سينگار شاعريءَ جو فن جيئن تہ مشڪل موضوع آهي، ان ڪري هن ميدان ۾ هر شاعر جو ڪُڏي پوڻ مشڪل هو ان ڪري ئي هن سلسلي جي سڄاڻ شاعرن جو تعداد محدود ملي ٿو. هي سلسلو نور محمد ڪلهوڙي جي دور کان وٺي اڄ ڏينهن تائين اٽڪل 200 ورهيہ لاڳيتو نظر اچي ٿو. شاعرن جي تعداد جي ڪميءَ جا ڪي خاص سبب بہ نظر اچن ٿا: (1) سينگار شاعريءَ جو خاص موضوع مجاز يعني محبوب جي ظاهري حسن ۽ سينگار جي تعريف آهي، جڏهن تہ صوفي شاعريءَ ۾ 'حقيقت' کي 'مجاز' تي ترجيح ڏنل هئي، ان ڪري سينگار شاعري صوفي شاعرن وٽ گهٽ رائج ٿي، جنهنڪري سينگار واري شاعري گهٽ قلمبند ٿي ۽ سگهڙن جي سينن تائين محدود رهي. (2) شاهہ لطيف ۽ ٻين صوفي شاعرن جا بيت عام فهم زبان ۾ چيل هئا،

اُن ڪري ماڻهن ۾ مشهور ٿي ويا. پر سينگار شاعريءَ ۾ ڳوڙهي زبان ۽ انوکو اسلوب بيان ادا ڪيل هو. ان ڪري اها رڳو سگهڙن جي مجلسن تائين محدود رهي.

سگهڙن جو سرواڻ ۽ سرتاج جلال ڪٽي هن سگهڙپائيءَ جي فن جو باني مباني هو. اهڙيءَ طرح 'هنر' ۽ 'ڏهس نامي' جي ڏاهپ به ڪانئس شروع ٿي. جلال سينگار شاعريءَ کي اوج ۽ ڪمال تي رسايو ۽ ٻين شاعرن جلال ڪٽيءَ جي واٽ ورتي. انهن مان پهريون ٿولو خود جلال جي همعصر شاعرن جو هو. جن ۾ ڏاتو، خضر ۽ خانو ڪٽي اچي وڃن ٿا. جي غالباً جلال جا عزيز ۽ همعصر هئا. جلال واري دور ۾ سينگار شاعري اهڙي ته اوج تي پهچي، جو وڏا وڏا صوفي شاعر- شاهه عنات رضوي ۽ شاهه لطيف پڻ ان کان متاثر ٿيا. مثال طور: شاهه عنات ۽ شاهه لطيف جا هيٺيان بيت سينگار شاعريءَ جو نمونو سڏي سگهجن ٿا:

گل بدن جون گجريون، ارم اوڊيائون،
چوٽا تيل قليل مان، واسينگ ويڙهيائون،
انهيءَ پر، عنات چئي، راڻو رانيائون،
موتي ڪيئن پاهون، جو گُل گُجر کي گڏيو!
(شاهه عنات)

-

ناز منجهاران نڪري، جڏهن پرين ڪري ٿو پنڌ،
پون پڻ 'بسم الله' چئي، راهه چُمي ٿي رند،
اُپون گهٽي ادب سين، حورون حيرت هنڌ،
سائينءَ جو سوڳنڌ، ساجن سينيان سهڻو.
(شاهه لطيف)

-

جهڙا گل گلاب جا، تهڙا متن ويس،
چوٽا تيل چنبيليا، ها ها، هُو هُبيس،
پَسئو سونهن، سيد چئي، نينهن اچن ٿا نيش،
لالڻ جي لبيس، آتڻ اڪر نه اُجهي.
(شاهه لطيف)

شاهه لطيف ظاهري سائن سينگارن سان گڏ مجازي حسن جي جلون کي به بيان ڪيو آهي.

جلال ۽ سندس همعصر گروهه کان پوءِ سنڌي سينگار شاعريءَ جي نامور شاعرن ۾ هڪ طرف جلال جا پاڙيسري ۽ جمن چارڻ جا عزيز، جان محمد، صدرالدين ۽ گلاب چارڻ هئا ته ٻئي طرف سيد ڪبير شاهه، شيخ ابراهيم ۽ سندن لسٻيلي وارا ساٿي سگهڙ هئا. سليمان نالي سينگار جو استاد شاعر به شايد هن ٻئي گروهه مان هو. سينگار جي ٽئين گروهه ۾ دادوءَ طرف جا سگهڙ شاعر ڪنيار، لونگ، وڌو، مانجهي ڊڪڻ، ڪمڻ چارڻ ۽ چاڪر خان رستماڻي هئا ته ٻئي طرف لسٻيلي ۽ مليرَ جا جام مراد علي، غلام الله جوکيو قيصرپند، راجن شاهه ۽ شيخ سائينداد جهڙا اعليٰ هنرمند شاعر هئا. البت پوئين ويجهي دور ۾ سينگار شاعريءَ ۾ ڪافي شاعر پيدا ٿيا.

ڊاڪٽر فهميده حسين پنهنجي تحقيق واري ڪتاب 'شاهه لطيف جي شاعريءَ ۾ عورت جو روپ' ۾ ان ڳالهه سان اختلاف ڪيو آهي ته ڪو سنڌيءَ ۾ سينگار شاعري هنديءَ جي تتبع تي ٿي.

سينگار شاعريءَ جي ڏس ۾ تاج جويو، سنڌي لئنگئيج اٿارٽيءَ ۾ هڪ پيري ليڪچر ڏيندي اظهار ڪيو هو ته، سنڌي سينگار شاعري، مغليه دور ۾ 'هندي سينگار رس' جي پهرئين شاعر بهاري لال (1595-1663) کان گهڻو اڳ، شروع ٿي هئي. ان لاءِ هن ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ جي تحقيقي ڪتاب 'سنڌي ٻوليءَ جو آڳاٽو منظوم ذخيرو' جو حوالو ڏنو هو. جنهن ۾ هن ڄاڻايو هو ته "ابوالحسن سنڌيءَ کان گهٽ ۾ گهٽ 100 سال اڳ سنڌيءَ ۾ منظوم درسي ۽ تعليمي مواد جي شروعات ٿي هئي. ڊاڪٽر بلوچ اهڙن آڳاٽن 39 منظوم موضوعن جو هڪ آڳاٽو ذخيرو هٿ ڪري ڇپرايو آهي، جيڪو عزت بن سليمان نالي ڪاتب 1067- 1069هه (1655– 1657ع) وارن سالن ۾ اُتاري پورو ڪيو هو. انهن منظومين ۾ حضرت محمد صلعم جي سوانح بابت بيان ٿيل بيتن ۾، نبي سڳوري جي سونهن جي وصف لاءِ 'سينگار' جو لفظ ڪم آندل آهي. جيئن ته سنڌي سينگار شاعري، 'مجازي' ۽ 'صفاتي سينگار' تي ٻَڌل آهي، ان ڪري، سنڌي سينگار شاعريءَ جي روايت ۾ نبي ﷺ جي سونهن جي سهڻين تشبيهن واري وصف هڪ خاص موضوع رهيو آهي، جنهن بابت بيتن ۾ ڪم آندل اصطلاح 'سينگار'، ادبي تاريخ جي حوالي سان وڏي اهميت وارو آهي. مثال:

پُڻ پُڇاءِ وَر ٿيو سَل سندس 'سينگار'،
سندي ختم انبيا، رسول ڪِها پار،
ور ٿئي ڇيو سو نبيءَ، نه ڪوته نه دراز،
اُپيئي جهبيرن وچ ۾، سِر اُتاهون ساز،
**ڳاڙها کهوءَ وڻ جئن، صافي لِڱَ، سنداس،**
منهن سيوئي موڪرو............ .......
**پرون پؤنر ورنيون، گهڻو ڪُشاديءَ ڪار،**
منهن موتيارو مصطفيٰ، جيني چنڊ نهار،
**اڪڙيون هَٽس اُجريون، پوڇڙيارا پاند،**
ڪيا اوجاڳي سڄڻين، ڪڪوريا تو ڪاند،
**رءَ سُوئيري سوهڻا، ڪارائي نيڻن،**
ڳهڻو آڇائي اُجري، ڏاري جا تارن،
تيني سُونهنَ مُنهن ۾، **تارا ڪاريءَ ڪور،**
ڪي پُڻ پوءِ اڪين ۾، **ڳاڙهائيءَ جي مور.**

-

**ڏاڙهيءَ ڏندين سونهڻو ۽ اُتاهين نڪ،**
ڳهاتي ڳِلن ريهه ٿئي، منهن ۾ مبارڪ،
**ڏند مبارڪ مُڪڙيون، ترور اچا انت،**

موهين پريان موگرا، ڏاڙهونءَ جي جه ڪڻٽ

.... .........

پُوري مٿي موڪري، پوري پُٺ سنڌياس،
سر اُتي سونهنجي، سونهارا واراس،
نہ ڪوتہ، دراز سي، پورا رب ڏناس،
ٻانهون هٿس ٻرگهيون، ڪلها ڪشاداس،

.... ........

هٿين ترين موڪريون، ڊگهيون آگرياس،
پُورا، ڳريا، بڪيون، پورا پيرَ سنداس ...

هي منظوميو ڪافي ڊگهو آهي، پر هن مان ’صفاتي سينگار‘ جي مڪمل نشاندهي ٿئي ٿي، جيڪو ’سينگار رنگ‘ جلال ڪنڀءَ کان وٺي اڄ ڏينهن تائين جي شاعرن وٽ موجود آهي. ان ڪري چئي سگهجي ٿو تہ ’سنڌي سينگار شاعري‘ مغليہ دور کان بہ اڳ مروج هئي.

**سنڌي سينگار شاعريءَ جون خصوصيتون:** سنڌ جي استاد سگهڙ شاعرن پنهنجي سنڌي سينگار شاعريءَ کي نج سنڌي محاورن ۽ قالب ۾ سموهي پيش ڪيو. انهن سنڌي سينگار فن لاءِ هڪ طرف پنهنجا انوکا سنڌي لفظ ڪم آندا، ٻئي طرف سينگار رس شاعريءَ ۾ ڪم ايندڙ سنسڪرت ۽ هندي اسمن کي بہ پنهنجو ڪيو تہ ٽئي طرف عربي، فارسي، بلوچي، سرائڪي ۽ ڍاٽڪي وغيره ٻولين مان نون اسمن جو هڪ وڏو سرمايو هٿ ڪيو. اهڙيءَ طرح سنڌي سينگار شاعريءَ کي پنهنجي هڪ وسيع لغت مهيا ٿي وئي. خاص ڪري ’ڏهس نامي‘ جي شاعري، سنڌي سگهڙ شاعرن جي پنهنجي ايجاد آهي. سنڌ جي سگهڙن اسمن جا اهڙا هم معنيٰ لفظ ٻين ٻولين مان ڳولي هٿ ڪيا، جن جو تعلق محبوب جي سهڻن عضون ۽ اندامن سان يا انهن جي مشابهت سان آهي. مثلاً: محبوب جا وار، اکيون، ڏند، چپ، نڪ، چيلهہ ۽ پير خاص ڪري تعريف لائق هوندا آهن. ان ڪري انهن اسمن جا هم معنيٰ لفظ ٻين ٻولين مان هٿ ڪيا ويا.

سينگار ۾ اهڙا تہ سُهائيندڙ لفظ، تشبيهون ۽ استعارا ڪم آندا ويا آهن، جو محبوب جي سونهن جو سارو نقشو ننهن کان چوٽيءَ تائين (سراپا) هوبهو اچي اڳيان اچي بيهي ٿو. سنڌ جي سگهڙ شاعرن جا سينگار جا بيت، محبوب جي وڻندڙ گفتار، رفتار ۽ ان جي عادتن ۽ اطوارن کي خاص سهڻن چونڊيل موزون لفظن ۾ لڪائي پيش ڪندا رهيا آهن. اهڙيءَ طرح ’مجازي سينگار‘ ۽ ’صفاتي سينگار‘ سنڌي شاعريءَ جا حسناڪ جزا بنجي ويا. ’صفاتي سينگار‘ ۾ نبي ڪريم صلعم ۽ پنجتن پاڪ جي حسناڪيءَ جو ذڪر شامل آهي.

اها هڪ حقيقت آهي تہ جلال ڪنڀءَ جي سنڌي سينگار شاعريءَ ۾ ڪم آندل انوکن لفظن جو استعمال هڪ مجيل معيار بنجي ويو.

هندي سينگار شاعريءَ ۾ ’سورهن سينگارن ۽ ٻارهن زيورن‘ (سوله سنگار، باره ابرن) جو تصور موجود هو. پر ان جي وڌيڪ تشريح يا تعريف ناپيد هئي. سنڌ جي سڄاڻ سگهڙن پنهنجي انوکي تخيل جي قالب ۾، ان نظريي کي سموهي، ’سورهن ۽ ٻارهن سينگارن‘ جو هڪ نئون نظريو قائم ڪيو، جنهن موجب ’سورهن سينگار‘ عورت جي فطري حسن سان مخصوص ڪيا ويا ۽ باقي ’ٻارهن سينگار‘ عورت جي جڙتو جنسارن سان لاڳو ڪيا ويا. مثلاً:

چار چلنت، چار اُڏنت، چار قول، قل چار،
اهي سورهن ٿئي سينگار، ’ابرنوي‘ اٺ چار.

يعني تہ سهڻو محبوب، جن سورهن فطري وصفن سان سينگاريل آهي، تن مان چار وصفون گهمندڙ جاندارن (چلنت) واريون آهن: چار اڏامندڙن (اڏنت) واريون: چار گلن (قول) ۽ چار ميون (قل) واريون آهن. ساڳيءَ طرح ’ابرنوي‘ يعني عورت جي ’ٻارهن بناوتي سينگارن‘ جي بہ سڃاڻپ مقرر ڪئي وئي. اهڙيءَ طرح ’سورهن ۽ ٻارهن سينگار‘ سنڌي سينگار شاعريءَ ۾ عام ٿي ويا ۽ سنڌي شاعرن جي تخيل جو پرواز پري وڃي پهتو. جنهن موجب سڄڻ ’سورهن ۽ ٻارهن سينگارن‘ جو يقيني طور حامل رهيو. پر ان جي حسن جو معيار اڃا بہ بلند ۽ بالا ٿي ويو.

سنڌي شاعرن، هندي شاعريءَ جا ڪي اصطلاح ڪڍي ان ۾ اضافا ڪيا. مثلاً: جلال غالباً پهريون بلند شاعر هو، جنهن عورت جي حسن واري نئين عنوان جي ابتدا ڪئي. پر ان ۾ هن ڀهراڙيءَ جي سوڀيا وان زال ۽ سندس فطري ماحول جو تخيل پيش ڪيو. مثال:

گورب وجهندي گوند، ڪريا ڪيسَ ڪُلاه تان،
اَل اليهر انسرا، نين تہ نرگس نوند،
ٿي قڙ قڙ قوهارن، جئن دڌ ست صاف سموند،
ميگهہ پسي مستان ٿيو برسي بادل بوند،
چا خوبي خورشيد جي، مڪ آڌو محمود،
چئين چڳين چڳ چؤند، ناهي جوت جلال چئي.

هن شعر ۾ جلال ڪنڀي چوي ٿو تہ اُنين جا گورڙا (گورب)، نندي واڙي/ گوندي ۾ واڙيندي (ڀهراڙيءَ جي حسين عورت جا) وار (ڪيس) سندس ڪُلهن تي وکري پيا آهن. اُهي جڻ تہ ڪارن نانگن (اليهرن) جا اڻ سرندڙ (انسرا) ننڍڙا ٻچا (ال) آهن. سندس نيڻ اهڙا تہ سهڻا ۽ نيم خوابي آهن، جهڙا نرگس جا گل، جيڪي اڃا ڪُليا ناهن (نوند)، سندس چهري تي مينهن جا ڦڙا ائين چمڪن پيا، جهڙا سمنڊ جا سچا موتي (دڌ= درياهہ + ست= پٽ، سمنڊ، يعني درياهہ جو پٽ= موتي). خود ميگهہ (مينهن جو راجا) سندس سونهن تي موهت ٿي وڌيڪ بوندون وسائڻ لڳو آهي (ان ماحول ۾) سندس سهڻي مُنهن (مڪ محمود) جي جلوي جي پيٽ ۾ خود سج (خورشيد) جي تجلي بہ هيچ آهي. جلال چوي ٿو تہ سندس اهڙيءَ سهڻي صورت سان ٻئي ڪنهن بہ چئن چڳن واري چونڊ زال جي سونهن پيٽ ۾ اچي نہ ٿي سگهي.

جلال جو هي نئون مضمون ٻين شاعرن لاءِ مشعل راهہ بڻيو ۽ سنڌي سينگار شاعريءَ جو هڪ مخصوص عنوان بڻجي ويو. ميين شاهہ

عنات وڻ به جلال ڪٿيءَ وارو رنگ ملي ٿو. مثلاً:

لار لٽيندي وچڙا، ڇيهي پير رتاس،
ڪڙيون ڪنهبي ورنيون، موتي منهن ڳتاس،
پسوا ميگهه، ميون چوي، جوهر جال جڙياس،
جهومڪ ٻئنسرياس، وسي مينهن پسائيا.

اهڙيءَ طرح مٿي ڄاڻايل سينگار شاعريءَ جو جائزو وٺبو ته سنڌي سينگار شاعريءَ جو پنهنجو انوکو حسن نروار ٿي بيهندو. ان ڏس ۾ ڊاڪٽر نبي بخش جي ڪتاب ’سنڌي سينگار شاعريءَ‘ جي مطالعي سان، ماضيءَ کان وٺي جديد دور جي سينگار چوندڙ شاعرن، محمد ملوڪ عباسي ۽ ان کانپوءِ جي شاعرن جو تذڪرو موجود آهي.

جيئن ته سنڌ جي صوفي شاعرن جي شاعري، گهڻي ڀاڱي تصوف جي رنگ ۾ رڱيل آهي، ان ڪري سينگار شاعريءَ تي به ان جو اثر نمايان نظر اچي ٿو. جنهنڪري سنڌي ’سينگار شاعريءَ‘ ۾ ’مجازي سينگار‘ ۽ ’صفاتي سينگار‘ جا صيغا رائج ٿيا ۽ ابتدا کان وٺي اج ڏينهن تائين سنڌ جا سگهڙ شاعر ان تي طبع آزمائي ڪندا اچن ٿا.

هيٺ ’مجازي ۽ صفاتي سينگار‘ جو هڪ هڪ مثال پيش ڪجي ٿو:

مجازي سينگار جو بيت:

دانه ديوانا ٿيا، ڏسي ساجن جو سينگار،
مُک هَسي محبوب جو، جئن ڪڙي ڪنڍهار،
سينو موڪرو سڄڻين، گلبدن گلزار،
ڀنيا ڀرون ڀؤنر جان، اکيون ميگهه ملار،
جي جوڙانهيءَ جنسار، تن جياريو جيءَ جلال چئي!

صفاتي سينگار جو بيت:

سڀ ڪنهن ويل سڄڻ جي جوت ڪري جلوا،
لالي تنهن لال سين ڪا نه اچي ٻي ڪا،
سپيريان جي سونهن کي سورج ڪن ثنا،
صورت سون جهڪائيو، محبوبن جي ماهه،
دلبر ’دوس محمد‘ چئي، آهن برق ڪنا ٻي با،
روح اچي ريلو ڪيو عشق منجهان ارواح،
سو شان شفاعت اگرو، مير محمد شاهه،
نافع جي نگاهه، منهنجو من مهتاب ڪيو.

سينگار جي بيتن ۾ سنڌي شاعرن، هندي تشبيهن سان گڏ پنهنجي سرزمين جون تشبيهون آڻي، اهڙي ته نازڪ انداز ۾ سينگار شاعريءَ جي بيتن جو شيرازو ٻڌو آهي، جو صدين گذرڻ کانپوءِ به اُن ۾ شگاف نظر نه ٿو اچي. ان ڪري اهو چوڻ ۾ ڪو وڌاءُ نه ٿيندو ته سنڌي سينگار شاعريءَ کي پنهنجو حسن، پنهنجي نزاڪت، پنهنجي سونهن ۽ پنهنجو اسلوب آهي، جيڪو هن سرزمين جو پنهنجو خاصو آهي.

**سينگار علي سليم:** سنڌ جو سدا بهار راڳي، سينگار علي سليم، 1940ع ڌاري راجستان جي هڪ ڳوٺ الور ۾ ڄائو. ان ورهين جي ڄمار ۾ پنهنجن بزرگن سان گڏ ڀهرين بهاولپور ۾ پوءِ سکر ۾ اچي رهيو ۽ اتي ئي مڊل تائين تعليم حاصل ڪيائين. سينگار علي سليم نوجوانيءَ کان سُر سنگيت سان ناتو ڳنڍيو. 1975ع ڌاري هن سيد لال حسين شاهه ’سوز‘ جو غزل ’بهارِ جاودان خاموش‘ ڳائي سُر جي سفر جي باقاعدي شروعات ڪئي. هن راڳ جي ابتدائي سکيا استاد امانت علي خان کان ورتي ۽ رياضت ۽ محنت سان سنگيت جي دنيا ۾ پنهنجو بيمثال مقام حاصل ڪيو. هن پنهنجي حياتيءَ جا 50 سال وڏي عقيدت ۽ رياضت سان سنڌي موسيقيءَ کي ارپيا. هو بنيادي طور سنڌ ڄائو نه هو، پوءِ به هن سنڌ ڌرتيءَ کي پنهنجي ’ماءُ‘ سڏي، پاڻ کي سنڌ جو قابل فخر فرزند ثابت ڪيو.

ميواتي گهراڻي جو هي واحد ڪلاونت هو، جنهن ڪلاسيڪي موسيقيءَ جي سُرن جي ڄاڻ هوندي به سنڌي ’ڪافي ڪلام‘ کي جيڪو حسن بخشيو، اُن جو مثال ملڻ محال آهي. سُر لڳائڻ ۽ سُر جو تاثر قائم رکڻ ۾ هو پنهنجو مٽ پاڻ هو. جيتوڻيڪ هو اُستاد بڙي غلام علي خان جي ڀاءُ استاد امانت علي خان جو ڏاڍي ٻڌل شاگرد هو، پر ’ڪافي- ڪلام‘ لاءِ مٿس استاد الهڏني نوناريءَ جو اثر ڇانيل رهيو، پر اُن ۾ هن پنهنجو ذاتي دل کي ڇهندڙ رنگ ۽ انگ به شامل ڪيو.

زندگيءَ جا پويان ڏهه سال سينگار علي سليم، نيم مجذوبيءَ واري حالت ۾ گذاريا ۽ گهڻو ڪري سير سفر ۾ گذاريو. هو چار پنج سال هالا شهر ۾ به رهيو. راڻي فقير سوڊڙي جو مڪان جڻ سندس پنهنجو گهر هو. پر هالن جي ڊاڪٽر الهه بچائي ميمڻ سان هن جي جيءَ جون جڙون هيون. ڊاڪٽر صاحب جي سينگار علي سليم سان محبت جو اهو عالم هو، جو سينگار جي لاڏاڻي تي پنهنجي اسپتال جي احاطي ۾ سوڳ جو تڏو وڇايو هئائين. هالا جي ڪيترن ماڻهن سينگار جي عذرخواهي ڊاڪٽر الهه بچائي سان به ڪئي. مشهور شاعر سوز هالائيءَ سان به سينگار علي سليم جا دوستاڻا واسطا هئا.

سينگار علي سليم، سنڌ جو سُريلو ۽ طرز نگار گائڪ هو. هو سنڌ جو اهو خوبصورت موسيقار هو، جنهن پنهنجون طرزون پاڻ تيار ڪيون ۽ پاڻ ڳائي مڃايون. سينگار علي سليم، شاعر، خوشخط ۽ مصور پڻ هو.

هن فقير صفت يگاني فنڪار سنڌيءَ کان سواءِ سرائڪي، اردو، پنجابي ۽ فارسيءَ سميت ڪيترين ئي ٻولين ۾ ڳايو. هن بهترين موسيقار جي حيثيت ۾ تمام گهڻن ڪلامن جي موسيقي ترتيب ڏني،

جيڪي ريڊيو، ٽي. وي ۽ ڪئسيٽ رستي سنڌ جي ماڻهن ۾ تمام گهڻو مقبول رهيا.

سينگار علي سليم جي سُريلي آواز ۾ صوفي شاعرن جون دلپذير ڪافيون جڏهن هوائن ۾ گونجنديون هيون تہ هر طرف واهہ واهہ ٿي ويندي هئي. هن پاڻ کي سنڌ جي سدارنگي گائڪ طور مڃايو. ڪيس ريڊيو پاڪستان حيدرآباد تي موسيقي شناس پروگرام پروڊيوسر غلام حسين شيخ سڀ کان اڳ 'ڪافي- ڪلام' لاءِ رڪارڊ ڪيو. هن پهريون سنڌي ڪلام ريڊيو تي 'آيا اڱڻ عجيب، نصيب پلا ڳايو' ريڊيو پاڪستان تي مختلف وقتن تي هيٺيون روح پرور ڪافيون رڪارڊ ڪرايون:

(1) آيا اڱڻ عجيب نصيب پلا: لال حسين شاهہ 'سوز'،
(2) مئہ مينا جي درڪار نہ آ: لال حسين شاهہ 'سوز'
(3) آيا ڪين مارو وساريئون وطن کي: ريجهل شاهہ،
(4) ڪيها يار پريم لڳايا اي: بيدل فقير،
(5) جاڳو جاڳو ڙي جيڏيون: لال حسين شاهہ 'سوز'،
(6) برسي بوند بهار: غلام شاهہ،
(7) تو بن رين وهائي: مصري شاهہ،
(8) آءُ وريو نہ ٿي وران: مصري شاهہ،
(9) تنهنجي رمز سهڻا مان ڇا سمجهان: مير علي نواز 'ناز'
(10) ڪڏهن تنهنجي وارن سندي رات ٿيندي: وفا پلي
(11) ڪيا سنگ سانوڻ وري: عبدالڪريم پلي
(12) وڏي ويون دل جون پريشانيون: لال حسين شاهہ 'سوز'
(13) ڪيڏو بہ ڪٺي مان دُور وڃان: امداد حسيني
(14) شهر جانان مان ٿيو گذر آهي: سوز هالائي

سنڌ جي هن سدا حيات فنڪار کي، ٽي. اين جي مشهور ڊرامي 'باليءَ' جي ميوزڪ ڪمپوزيشن پڻ ڪئي هئي.

مخصوص درويشاڻي لباس ۾ سُرن آڌار محفلون جهومائيندڙ هن سدا حيات فنڪار کي 'سچل سرمست' ۽ 'سلطان باهو' اوارڊ پڻ مليا. صوفي شاعرن کي وڏيءَ سڪ سان ڳائيندي ۽ ٻڌندڙن جا روح ريجهائيندي سينگار علي سليم اڌ صدي گذاري ڇڏي، پر ڪيس نہ لطيف اوارڊ مليو ۽ نَي سرڪاري سطح تي سندس ڪا خاص پذيرائي ٿي. 14 آگسٽ 2004ع تي جڏهن پاڪستان جا شهري آزاديءَ جو جشن ملهائي رهيا هئا ۽ رات ٽريل هئي، تڏهن سنگيت نگر جي هڪ گهر ۾ ماتم مچي ويو ۽ هوائن ۾ هڪ خبر اُڏائي تہ 'سنڌ- سينگار' سينگار علي سليم لاڏاڻو ڪري ويو.

**سينگاري** (Mystus armatus): ليئي مڇيءَ ۾ جرڪي ڪانپوءِ ڏيگهہ ۽ وزن ۾ سينگاري مڇيءَ جو نمبر آهي. هن مڇيءَ تي چلر ڪونہ ٿين ۽ ان جي مٿين چمڙي لسي ۽ ليڌار ٿيندي آهي. سياري ۾ درياهن ۽ ڍنڍن ۾ هيءَ مڇي تمام گهڻي ٿيندي آهي. درياهہ جي سينگاري ڍنڍن کان پندرهن ڪلوگرامن تائين وزن واري بہ ٿئي ٿي. سينگاري تار پاڻيءَ ۾ وهڻ لاءِ تَس يا تڙ ناهيندي آهي. درياهہ ۾ وڏين سينگارين جي وهڪ وارا تَس اڍائي ڪان ٽي فوٽ ڪن اونها ٿيندا آهن. سينگاريءَ کي ٽي



ڪنڊا ٿين ٿا. هڪ مٿان بوناڙ وٽ ۽ ٻہ پاسن ڪان. اهي ڪنڊا، ڪيس رڇ يا جار ۾ ڦاسڻ وقت ڇڏائڻ ۾ مدد ڪندا آهن. جو سينگاري اهي ڪنڊا رڇ کي هڻي، ڦاڙي نڪرڻ جي ڪوشش ڪندي آهي، پر ڪڏهن اهي ئي ڪنڊا جار ۾ ڦاسڻ جو ڪارڻ بڻجندا آهن. سينگاريءَ جا ڏند داڻ داڻ وانگر تيز ۽ تکا ٿيندا آهن. هيءَ مڇي وهڪ وارو تس بوناڙ ۽ ڪنيڙن سان ناهيندي آهي. سينگاري آني ڪندي آهي. سينگاريءَ جي نر کي سَتو بہ چون، لَڳ جي مند ۾ نر مادين سان ڇهتيا پيا هوندا آهن. يعني ماديءَ سان لڳي پيا تڙڳندا آهن. سينگاري ڳپ ۾ منهن هڻي لڪي ويندي آهي. سينگاري يا ٻي ليئي مڇي سنڌ کان پنجاب ۾ وڌيڪ ڪاڌي وڃي ٿي.

**سينو** (پانڊو: Chest/ Thorax): جسم جو هيءُ حصو اڳيان ڳچيءَ (Neck) کان وٺي پيٽ جي مشڪي تهہ (Diaphragm) ۽ پويان ڪياڙيءَ جي هڏي (Cervical) کان وٺي چيلهہ (Lumbar) تائين ٿئي ٿو. سينو مخروطي شڪل جو ٿئي ٿو. اڳيان جي پيٽ ۾ پنيان وڌيڪ ڊگهو ٿئي ٿو. سيني جي اڳيان وچ ۾ هڪ اُبو تاڪيءَ وانگي چپٽرو ڊگهو هڏو هوندو آهي، جنهن کي ڪَوڙي (يعني سيني جي تاڪي) چئجي ٿو. هن کي 'Sternum' چئبو آهي. جڏهن تہ ميڊيڪل جي اصطلاح ۾ Breast Bone چئبو آهي. ان سيني جي تاڪيءَ (ڪَوڙي) تي سيني جو هڏائون پڃرو (Skeleton) هوندو آهي. سيني (پانڊي) جو هڏائون پڃرو (نرم) ڪُرڪٽن هڏن (Cartilage Bones) ۽ سخت هڏن (Real/ Hard Bones) تي ٻڌل ٿئي ٿو. سيني جي اندرئين پاسي ڪرڪٽن هڏن جي ڪري پاسرائيون ڪوڙيءَ سان ڳنڍ جي (Costal cartilage) وينديون آهن. سيني جي هڏائين پڃري ۾ هڪ پاسي ٻارهن عدد پاسرائيون ٿين ٿيون. جن مان پهريون ست پاسرائيون (Ribs) جن کي سچيون پاسرائيون (True Ribs) بہ چئبو آهي، سنئون سڌو ڪوڙيءَ سان ڳنڍيل هونديون آهن ۽ ٽي پاسرائيون اڻ سڌيءَ طرح ڪوڙيءَ سان ڳنڍيل هونديون آهن. سڌي يا اڻ سڌيءَ طرح اندرين ڪرڪٽن هڏن جي ڪنارن (پاسن) جي ڪري ڏهہ ئي پاسرائيون ڪوڙيءَ سان ڳنڍيل هونديون آهن. باقي هڏائين پڃري ۾ ٻہ لنڊيون پاسرائيون ٿين ٿيون، جن کي Floating Ribs چئبو آهي. اهي ٻئي پاسرائيون ڪنهن بہ حالت ۾ (سڌي يا اڻ سڌي طرح) سيني جي

تاڪي (ڪوڙيءَ) سان ڳنڍيل نہ هونديون آهن. سيني جي پوئين حصي جي هڏي (Cervical) کان وٺي چيلھہ (Lumbar) تائين ٻارهن هڏا (مهرا) ٿين ٿا، جن کي Thoracic Vertebrae چئبو آهي. جيڪي پٺيءَ جي ڪنڊي (Spine) کان وٺي پاسراٽين سان ڳنڍيل هوندا آهن.




سيني (پاندي) جي پولار (Thoracic Cavity) جي اندران ٿوڙي ٻاهران انسان جي جسم جا مُک (خود مختيار) عضوا (Visceral) ٿين ٿا، جيئن سيني اندران ساھ جي سرشتي (Respiratory System) جا عضوا (ڦڦڙ)، هر هڪ پاسي هڪ هڪ ڦڦڙ ٿئي ٿو ۽ سيني جي کاٻي پاسي اندران رت جي دوري (Blood Circulation) جو مک عضوو دل (Heart) ٿئي ٿي. وچ سيني ۾ اندران کاڌي جي نالي (Oesophagus) ۽ ان جي مٿان کوڙي ٿئي ٿي. سيني جي مٿئين حصي جي ٻنهي پاسن ۾ هسلي (Clavicle) يا (Collar Bone) ٿئي ٿو. جڏهن تہ عورتن ڪي سيني جي مٿان هر هڪ پاسي اُرھہَ (Breasts) ٿين ٿا.

سيني جي هڏائين پڃري ۽ چمڙيءَ جي وچ ۾ جدا جدا ٻن قسمن جي مشڪن (Muscles) جو جار وڇايل آهي، جن مان هڪ قسم جي مشڪن (Pectoralis Major) جي مدد سان ٻانهون اڳتي پوئتي ۽ هيٺ مٿي ٿينديون آهن ۽ ٻئي قسم جي مشڪ (Pectoralis Minor) جي مدد سان ڪُلها (Shoulders) هيٺ مٿي ۽ اڳتي پوئتي ٿي سگهندا آهن. ائين سيني جي هڏائين پڃري ۽ چمڙيءَ جي وچ واري تھہ (Layer) ۾ بلغمي سرشتي (Lymphatic System) جون ٻہ وڏيون بلغمي سَتَ جون ناڙيون (Thoracic Duct) ٿين ٿيون، جن مان هڪ ناڙيءَ جي وسيلي مٿي جي کاٻي پاسي، کاٻي ٻانهن ۽ پاندي جي کاٻي پاسي کان سَت (بلغمي پاڻيٺ) ۽ ٻي ساڄي پاسي جي ناڙيءَ جي وسيلي ٻنهي ٽنگن ۽ پيٽ جي هيٺئين حصي مان سَت (بلغمي پاڻيٺ) ڪٺي ٿي ٻئي ناڙيون اچي کاٻي پاسي جي وڏي نس (Innominate Vein) ۾ ڇڏينديون آهن.

**(الف) سيني جون ڏيکاريون (Chest Presentations):**

**Alar Chest:** اڳيان پويان چپٽرو سينو. هن قسم جي سيني کي (Flat Chest) سنئون سينو بہ چئبو آهي.

**Amazon Chest:** اهڙو سينو، جنهن تي هڪ اُرھہ (ڇاتي Breast) هجي.

پوءِ اهو پيدائشي (Congenital) نہ هجي يا جراحي ڪري (Mastoidectomy) ڪٽيو ويو هجي.

**Barrel Shapped:** بندوق جي ناليءَ وانگي گول سينو جيڪو ڦڦڙن جي پراڻي بيماري، ڦڦڙن جي اوجن ۾ هوا پرجي وڃڻ (Pulmonary Emphysema) ڪري ٿيندو آهي.

**Cholesterol Chest:** هن قسم جو سينو ڦڦڙن جي سوراخن (Cavities) ۾ گهڻي مقدار ۾ ڪولسترول جو مادو پرجي وڃڻ ڪري ٿيندو آهي.

**Flat Chest:** هي ساڳي ئي قسم جو سينو آهي، جنهن لاءِ مٿي Alar Chest ۾ ڏنو ويو آهي.

**Foveated Chest:** ڪيف (Funnel) جي شڪل جهڙو سينو.

**Peyrots Chests:** بيدي جي شڪل (Oval) جهڙو سينو.

**Pyriform Chest:** پاندي جو مٿيون حصو ڊگهو ۽ ويڪرو هجي، جڏهن تہ هيٺيون حصو ننڍو هجي.

**Paralytic Chest:** سوڙهو سينو، جيڪو ايترو ڪمزور ڏسڻ ۾ اچي/ ٿي وڃي، جو ڪمزور چمڙيءَ مان پاسراٽيون ڏسڻ ۾ اچن.

**Pigeon Chest:** ڪبوتر جي سيني وانگي گُڏُ ٻاهر نڪري پوي، جنهن جو سبب سيني جي هڏن جي سلھہ، سيني جي هڏن جو ڪمزور ٿي نرم ٿي وڃڻ، يا هڏن ۾ ڪيلشيم جي گهٽتائي. سيني جي تاڪي (Breast Bone) ٿي پوي. سيني ۾ هي گُڏُ هميشہ سيني جي تاڪيءَ (ڪوڙيءَ) ۾ نڪرندو آهي.

**سينهڙا** (ذات): سما قبيلي جي هڪ پاڙي جو نالو سينهڙا آهن. قاضي محمد سليمان پان 'تاريخ سميجا' ۾ 'سينهڙا' ذات بابت لکي ٿو تہ: ڏيرو بن ٿيبو، جنهن کي 9 پٽ هئا. تن مان هڪ پٽ جو نالو 'سينهڙو' هو، جنهن جو اولاد سينهڙا سميجا سڏجي ٿو. ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ هن قبيلي جي باري ۾ 'رهاڻ هيرن کاڻ' ۾ لکي ٿو تہ: هن قبيلي جا پنج، ست ڳوٺ ٿرپارڪر ۽ حيدرآباد ۾ آهن. هڪ روايت موجب: قبيلي جي وڏو سينهڙو ڏماچاڻي هو، يعني سينهڙو پٽ ڏماچ جو. ٻيءَ روايت موجب: سينهڙا، سميجي جي پاءُ جو اولاد آهن. لاڙ جي سينهڙن جا ڇھہ پاڙا آهن: (1) مگسي، (2) ڄاموٽ، (3) ٻهمڻ، (4) بلولاڻي، (5) پسايا، (6) باجيداڻي. ميرپورخاص ضلعي جو شفيع محمد سينهڙو مشهور قومي ڪارڪن ٿي گذريو آهي.

**سينهور** (ديھہ): تعلقي حيدرآباد جي هڪ ديھہ، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

سومار خاصخيلي، دائم حاجاڻو، ٻچل مير بحر، نورجهانجهو، خدابخش خاصخيلي، دينار ڪوسو، حاجي احمد شيخ ۽ ڪرامتي ڪوسو.

**سيٽاھ:** ٻڪريءَ جي کل مان ٺاهيل کلِي يا سانداري، جيڪا درياھ ۾ ترڻ لاءِ ڪتب ايندي آهي. سيٽاھ کي سيٽھہ بہ چئبو آهي. تارُو ماڻهو سيٽاھ کي منهن وٽان ڦوڪي، درياھ ۾ سيٽاھ تي پيٽ رکي ترندا ويندا آهن. سيٽاھ مان هوا گهٽجڻ تي ان جي منهن جي ڏني کولي،

ٻيھر ڦوڪي، ٻانھون ھڻي درياھ پار ڪندا آھن.

ڪل کي سيٽاھ ئاهڻ لاءِ، ڄاڻو ماڻھوءَ ٻڪريءَ جي کل کي اک جي ڪير ۽ لوڻ سان مک ڏيندا آھن. ان ڪانپوءِ سڄيءَ کل کي سوڙھو ويڙھي، ئڪرجي پاڻ جي پاڻيءَ ۾ وجھندا آھن. ان بعد کلاک ڪن اُس ۾ سُڪائي کل کي ھٿن سان مھٽيندا آھن تہ جيئن کل جا ٻج ڇڻي وڃن. اھو مرحلو ڪيترا پيرا ڪندا آھن. ان کان پوءِ پراڻي ٻہر جا ڇوڏا ڪُٽي سنھو ڪري، کل ۽ ڇوڏن کي ئڪرجي وڏي ڪونر ۾ وجھي پاڻيءَ سان پريندا آھن. اھا کل ويڙھيل ئي ھوندي آھي، ان بعد کل کي سڌو ڪري، ان جي اندر تنگن، ڳچيءَ ۽ پيٽ وارن حصن ۾ ٻہرجا نوان ڇوڏا پريندا آھن. جنھن بعد ڪونر ۾ پيل ڇوڏن وارو پاڻي مٿان وجھي، پھريان کل جو ڳچيءَ وارو پاسو ھيٺ ڪندا آھن ۽ ٽن چئن ڪلاڪن ڪانپوءِ پيچ وارو پاسو ھيٺ ڪندا آھن ۽ مٿان ڇوڏن وارو پاڻي وجھندا آھن. ڳڏوڳڏ ئڪريءَ سان ان کي آھستي آھستي مھٽيندا آھن تہ جيئن رھيل ٻج ڇڻي وڃن ۽ رنگ ڪري. اھو سلسلو ٻن ڏينھن تائين لڳاتار جاري رکبو آھي. پوءِ ڳچيءَ واري پاسي ڏانھن سُٽ جي ڏوريءَ جا انگس وجھبا آھن تہ جيئن تنگون ان ۾ ڦاسائجن ۽ درياھ ۾ ترڻ واري کي آساني ٿئي. ترڻ وارين سمورين شين کي 'سنڌ' چوندا آھن.

**سيوراهي** (ماڳ): ھيءَ قديم قلعو صادق آباد جي ڳوٺ سنجرپور ويجھو آھي. تاريخي ڪتابن ۾ ھن جو نالو 'سيوراهي' ملي ٿو پر ان جو اصل نالو 'سرواهي' آھي ۽ اڄ بہ اتي جي ماڻھن ۾ اھو ئي نالو مشھور آھي. ھي قلعو سنڌ جي راجا راءِ سھاسيءَ جي ڇھن قلعن مان ھڪ ھو. محمد بن قاسم جي فتح کان پوءِ ھي قلعو اسلامي حڪومت جو اھم مرڪز بنجي ويو. محمود غزنوي جڏھن سومنات تي حملو ڪرڻ ويو ٿي تہ ھتان لنگھيو ھو. ھتي جي سنڌي جتن ساڻس مھاڏو اٽڪايو ھو. پر شڪست کاڌائون. عربن کان پوءِ ھتي سنڌ جي سومرن ۽ سمن جي حڪومت رھي. سمن جي ھڪ بادشاھ جام سڪندر سمي ھتي ھڪ کوھ کٽايو ھو. اتان ھڪ سِر ملي آھي، جنھن تي سرائڪي زبان ۾ ھيٺيون ڪتبو لکيل آھي:

> سلان سربند ٿيپان، ڦڳيا نام نصير،
> کوھ کٽايا پٽ گامڻ دي، انڙ نام ھمير،
> وقت سڪندر بادشاھ، ملڪ ڏٽي پھلوان،
> رعيت راضي ايھ جھي، جو ہدانت جوان،
> تراءِ سؤ ہوٽي باغ دي، راڏي انڙ جام.

**سيوستاني، حڪيم صلاح الدين**: حڪيم صلاح الدين سيوستاني ھڪ حاذق حڪيم ٿي گذريو آھي، جنھن جو جنم سيوھڻ ۾ ٿيو ھو. مغلن جي دور ۾ سندس حڪمت جي ھاڪ ھئي. اٺانگن پنڌن ۽ سفر ھوندي بہ سنڌ جي ڏورانھن علائقن ۾ ھلي وڃي مريضن جو علاج ڪندو ھو ۽ لاعلاج مريض سندس ڏنل ڦڪين ۽ دوائن مان شفاياب ٿيندا ھئا. محمود بن امير واليءِ بلخ مغلن جي دور ۾ برصغير جي سياحت لاءِ نڪتو ۽ سنڌ جي ڪافي حصن ۾ ويو ھن پنھنجي سفر ۽ سياحت جو احوال قلمي ڪتاب 'بحر الاسرار في مناقب الاخيار' ۾ ڏنو آھي، جنھن ۾ لکي ٿو تہ: "نيٺ ڪجھ مدت بعد حالتن ڦيرو کاڌو ۽ طبيعت خراب ٿي پئي ۽ آءُ واري جي تپ (جيڪو ھن علائقي ۾ چوٿين ڏينھن تي ٿيندو آھي) ۾ مبتلا ٿي ويس. علاج صحيح نہ ھجڻ ڪري وري جلندر جو عارضو ٿي پيو ھيءُ مرض اٺ مھينا جاري رھيو ۽ ايترو تہ ڪمزور ٿي ويس، جو چري پري بہ نہ پيو سگھان. ان وچ ۾ حاذق حڪيم ۽ طبيب مولانا صلاح الدين سيوھاڻيءَ جو سايو سر تي پيو جنھن ھريڙ جي رس ذريعي ڇھن ڏينھن ۾ ھن مرض جو ڪامياب علاج ڪيو ۽ چاق، چڱو ڀلو ٿيس. ھن حاذق حڪيم جي ذات، جنم ۽ تربت جي خبر ڪانہ ٿي پوي، غالباً ھن بزرگ طبيب جي وفات 1045ھ/ 1636ع ڌاري ٿي.

**سيوستاني، خليفو عبدالحڪيم**: خليفو عبدالحڪيم سيوستاني وڏو عالم ۽ بزرگ ٿي گذريو آھي. حنفي فقہ جو ڄاڻو ۽ نقشبندي طريقي جو سرواڻ ھو. ھن مذھبي تعليم مخدوم عبدالواحد نعمان ثانيءَ کان حاصل ڪئي ھئي ۽ خليفو بہ ان جو ھو. مذھبي ميڙاڪن ۽ بحث مباحثن ۾ ان سان گڏ ھوندو ھو. مولوي مير محمد عباسي سيوستاني ھن جو عزيز ھو. محمد حسين سيوستاني، آخوند رازق ڏنو رئيس محمد حسن کھاوڙ، ميان امير خيرپوري، غلام رسول افغان خاموش، مخدوم محمد عابد سيوھاڻي انصاري ۽ مولانا محمد افضل رشيد ھن جا ھمعصر ۽ ھم مدرس ھئا. ھن بزرگ جي وفات مير غلام علي خان ٽالپر جي دور ۾ معلوم ٿئي ٿي.

**سيوستاني، سيد مير لطف الله**: سيد مير لطف الله، شاھ صدرالدين لڪياريءَ جي اولاد مان ھڪ نامور بزرگ ٿي گذريو آھي، ھو پنھنجي علم ۽ قابليت جي ڪري ڪلھوڙن جي حڪومت ۾ پھرين سنڌ پاران دھليءَ جي درٻار ۾ سفير ٿي رھيو ۽ پوءِ ميان نور محمد ڪلھوڙي جي دور ۾ اعليٰ مقام ماڻيائين. بخت ۽ دولت واري زماني ۾ ساداتن ۽ علمائن جي خدمت ۽ ڪمن ڪارين کي نھايت خوش اسلوبيءَ سان سر انجام ڏيندو ھو. عام ۽ خاص سان سندس سھڻو سلوڪ رھيو. جنھنڪري سنڌ ۽ ھند ۾ وڏو نالو ڇڏيائين. آخري وقت ۾ سيوھڻ جو قاضي مقرر ٿيو. ئٽي جي مشھور شاعر محمد پناھ 'رجا' ئٽوي گھڻي جمار سندس نوڪريءَ ۾ رھي انعام ۽ اڪرام حاصل ڪيا ۽ ڏاڍي آبروءَ سان گذاريائين.

سيد مير لطف الله سيوھاڻيءَ سن 1160ھ ۾ وفات ڪئي. سندس تربت سيوھڻ ۾ آھي، قبرستان جي زبون حالت سبب پورو پتو نہ ٿو پوي تہ سندس قبر ڪٿي ۽ ڪھڙي آھي.

**سيوستاني، شيخ خضر**: بزرگ شيخ خضر قادري طريقي جو وڏو پير، پرھيزگار ۽ تارڪ الدنيا انسان ھو ھي سيوھڻ جي قبرستان ۽ يڪ ٿنڀي واري ٽڪريءَ تي وڃي عبادت ڪندو ھو اتي ھڪ تنور لڳايائين، جنھن ۾ ماني پچائڻ جي نوبت ڪڏھن بہ نہ آئي. سياري جي مند ۾ انھيءَ تنور ۾ ويھي عبادت الاھي ڪندو ھو انھيءَ ھنڌ تي تنور جا نشان

اچا تائين موجود آهن. جتي بودلي بهار جا فقير روڻ پچائي، 21 رجب تي لعل شهباز قلندر جي ميلي جو آغاز ڪندا آهن.

شيخ خضر گرميءَ ۾ هڪ پٿر جي مٿان ويهي ذڪر ڪندو هو. گرمي ۽ سرديءَ ۾ فقط گوڏ پائي اوگهڙ ڊڪيندو هو. بک جي حالت ۾ پرسان بيٺل ٻوٽن ۽ وڻن جا پن ڪائي پيٽ پاليندو هو. ڪڏهن ڪڏهن شهر ايندو هو ۽ مرشد حضرت لعل شهباز قلندر جي زيارت ڪندو هو. هن کي قادري طريقو بہ لعل شهباز قلندر کان ئي مليل هو. ان ڪري ان طريقي جي پرچار ڪيائين. سندس طريقت جو سلسلو هن طرح هو: شيخ خضر سيوستاني، مريد شاهہ سڪندر، مريد شيرالاولياءَ خواجہ حاتي، مريد سيد علي قادري، مريد عثمان مروندي شاهہ جمال، مريد شيخ ابو اسحاق ابراهيم، مريد مرتضىٰ سبحاني، مريد بن مبارڪ، مريد شيخ عبدالقادر جيلاني.

محمد دارا شڪوهہ ڪتاب ’سفينة الاولياءَ‘ ۾ لکيو آهي تہ: ”هڪ ڏينهن سيوهڻ جو حاڪم زيارت لاءِ شيخ خضر جي خدمت ۾ آيو. ڏٺائين تہ بزرگ سخت ڪاڙهي ۾ گرم پٿر تي مراقبو ڪيو ويٺو آهي. حاڪم ويجهو وڃي اهڙيءَ طرح بيٺو جو پاڇو شيخ تي پوڻ لڳو. شيخ ڪنڌ مٿي ڪري پڇيو تہ ڪير آهين؟ حاڪم جواب ڏنو تہ مان توهان جي زيارت لاءِ حاضر ٿيو آهيان ۽ مون تي ڪو ڪم رکو تہ ان کي پورو ڪرڻ جي سعادت حاصل ڪريان. شيخ فرمايو تہ مون کي ڪو بہ اهڙو ڪم نہ آهي، جو اوهان سان واسطو رکندو هجي. حاڪم ان تي ڏاڍي عاجزيءَ سان ٻيهر عرض ڪيو تہ شيخ چيو، چڱو جيڪڏهن تون منظور ڪرين تہ ڪم چوان ٿو. ٻهريون ڪم هي آهي تہ پنهنجو پاڇو مون تان هٽاءِ، يعني پري ٿي وڃ. ڇاڪاڻ تہ جيڪو ماڻهو الله تعالىٰ جي ياد ۾ گذاري رهيو آهي، تنهن کي ٻئي ڪنهن بہ پاڇي جي ضرورت نہ آهي. ٻيو تہ جتان آيو آهين، اوڏانهن هليو وڃ. حاڪم اتان هٽي پري ٿيو ۽ بزرگ تان پاڇو لهي ويو. ان ڪانپوءِ حاڪم عرض ڪيو تہ اوهان جڏهن الله تعالىٰ جي يادگيريءَ ۾ مشغول ٿيو، تڏهن مون لاءِ دعا گهرندا ڪريو. شيخ چيو تہ الله تعالىٰ جي ياد وقت غير خدا بہ دل ۾ اچي ۽ توکي بہ ان وقت ياد ڪريان، اهو ناممڪن آهي.“

ڪتاب ’سيرت القادريہ‘ جي لکت موجب شيخ خضر سيوستاني 994هہ/1585ع ۾ وفات ڪئي.

**سيوستاني، شيخ مبارڪ ريلي:** شيخ مبارڪ ريلي المعروف شيخ مبارڪ ناگوري بن شيخ خضر، سيوهڻ جو رهواسي هو ان ڪري پاڻ کي سيوستاني سڏائيندو هو. شيخ موسىٰ، شيخ مبارڪ جو ڇوٿون ڏاڏو يمن مان لڏي اچي سيوستان جي علائقي ’ريل‘ ۾ مقيم ٿيو هي نائين صدي هجريءَ جو واقعو آهي. شيخ خضر ڏهين صدي هجريءَ ڌاري سيوهڻ مان هجرت ڪري ناگور هليو ويو. جتي مخدوم جهانيان جي جاءِ نشين، شيخ بخاري اُچوي، شيخ عبدالرزاق قادري ۽ شيخ يوسف سنڌيءَ جو مريد ٿي ظاهري ۽ باطني علم ۽ فيض حاصل ڪري سنڌ موٽي آيو. سال 911هہ/ 1505ع ۾ ڪيس شيخ مبارڪ نالي پٽ ڄائو. ننڍي هوندي ئي هن شيخ فياض بخاري ۽ شيخ عمر ٺٽويءَ جي ديني صحبت ۾ رهي مريديءَ جا ارشادات ورتا. هتان علمن ۾ ڪمال حاصل ڪري باقي ڏينهن آگره (اڪبر آباد) ۾ گهاريائين. مرحوم قانع ۽ ماثرالڪرام جو صاحب لکي ٿو تہ پاڻ 950هہ/ 1543ع ۾ آگره (اڪبر آباد) ۾ آيو ۽ گهٽ وڌ پنجاهہ سال اتي رهي علمي حلقن کي وڏو فائدو رسايائين. پنج سو ضخيم جلد پنهنجي هٿ سان لکيائين.

جڏهن آخري عمر ۾ سندس نظر ويهي رهي، تڏهن حافظي ڪان ڪم وٺي لکائيندو هو. اهڙيءَ طرح چار جلد بنام ’منبع عيون المعاني‘ سندس ان خداداد صلاحيت تي شاهدي ڏين ٿا. پاڻ آگري ۾ 17 ذي القعد 1001هہ/ 1592ع ۾ وفات ڪيائين. ڪيس بہ پٽ شيخ ابوالفيض فيضي ۽ شيخ ابوالفضل هئا، جيڪي اڪبري دربار جا روشن رتن بنيا.

**سيوستاني، شيخ موسىٰ:** شيخ موسىٰ ريل باران جو رهاڪو هو، جيڪو سيوهڻ پرڳڻي جو مشهور ڳوٺ ليکيو ويندو هو. روايتن موجب شيخ موسىٰ اصل ۾ يمن جو رهاڪو هو. جتان هجرت ڪري ’ريل باران‘ آيو. اتان وري اڪبر آباد ۾ وڃي علم حاصل ڪيائين ۽ وڏو عالم، فاضل ٿيو. سيوهڻ ۽ لاڙڪاڻي پرڳڻن جي الهندي پاسي جبل تائين جيڪا باراني زمين موجود هئي، جنهن کي دشت باران سڏيندا هئا. اتي گهڻا بزرگ ۽ اولياءَ رهيا، جن جا نشان اڄا ظاهر آهن. انهن مان هڪڙو شيخ موسىٰ بہ هو، جو 900هہ ڌاري ريل ۾ رهندو هو. هن گهڻو وقت گوشہ نشينيءَ ۽ ياد خدا ۾ گذاري. سندس هڪ ئي تصنيف ’ڪچڪول‘ نالي سان ملي ٿي، جنهن مان سندس حياتيءَ جو پتو پوي ٿو.

**سيوستاني، لالا موهن داس:** لالا موهن داس سيوستاني سيوهڻ جي هندن مان عالم شخص ٿي گذريو آهي. ميان عطر خان ڪلهوڙي هن کان ٻارهن جلدن ۾ سنڌ جي تاريخ تصنيف ڪرائي هئي، جنهن جو نالو ’نگيران سنڌ‘ رکيو ويو هو. هر هڪ جلد جدا جدا عنوانن هيٺ آهي، مثال طور هڪ جلد سياسي تاريخ بابت، ٻيو جلد جاگرافيءَ بابت، ٽيون جلد سنڌ جي قومن بابت، اهڙيءَ طرح 12 ئي جلد سنڌ جي تاريخ لاءِ عظيم الشان سرمايو آهن. لالا موهن داس جي قابليت متعلق محقق لکن ٿا تہ هن سنڌ جي ولين ۽ سنڌ جي قصن ڪهاڻين کي محققانہ انداز ۾ پيش ڪيو آهي. مصنف جو انداز بيان ۽ ترتيب ڪتاب ’آئين اڪبري‘ جهڙي آهي.

**سيوستاني، مخدوم عبدالغفور:** هي بزرگ ذات جو پنهور هو، جيڪو سيوهڻ جي عالمن مان هو. سيوهڻ ۾ اسلامي تعليم ڏيندو هو. سندس ڪافي شاگرد هئا، پنهنجي زماني جو وڏو بزرگ، عالم، فقيهہ، محدث ۽ اهل الله هو. سيوهڻ مان هجرت ڪري وڃي ميرپور ٻٺوري ۾ ويٺو، جتي درس تدريس جو ڪم جاري رکيائين. ڪيس 10 ربيع الاول 1104هہ/1692ع ڌاري هڪ پٽ ڄائو، جنهن جو نالو محمد هاشم رکيائين، جيڪو ابتدائي طور وٽس پڙهيو ۽ پوءِ مخدوم علامہ محمد هاشم ٺٽويءَ جي نالي سان مشهور ٿيو روايتن ۾ آهي تہ مخدوم

عبدالغفور سيوستاني المعروف فقير الله علويءَ جو به استاد هو ۽ علوي صاحب مخدوم محمد هاشم ٺٽويءَ کان به حديث، فقه، طريقت جي سلسلن، ذڪر، اذڪار وغيره ۾ به اجازت حاصل ڪئي هئي.

**سيوستاني، مخدوم عبدالواحد:** مخدوم عبدالواحد سيوستانيءَ جو جنم 1150هه/ 1737ع ڌاري مخدوم دين محمد جي گهر ۾ سيوهڻ ۾ ٿيو. هيءُ نه صرف ظاهري علمن جو ماهر هو، بلڪ تصوف سان پڻ شغف هئس. فقه حنفيءَ ۾ مهارت رکڻ سبب امام ابو حنيفهؒ جي نسبت سان نعمان ثاني به سڏجڻ لڳو. هو فن تحرير ۽ فقه ۾ پنهنجو مثال پاڻ سمجهيو ويندو هو. مخدوم محمد هاشم ٺٽويءَ کانپوءِ عوام جو رجوع مخدوم صاحب ڏانهن ٿي نظر اچي ٿو. درس ۽ تدريس سان نهايت دلچسپي هئس. مذهب جا ڪيترائي مسئلا حنفي قانون کي سامهون رکي پنهنجي اجتهاد سان حل ڪيائين. ان وقت جا وڏا عالم سندس فيصلن کي مڃڻ کي ترجيح ڏيندا هئا.

سندس فتويٰ نويسي وسيع پيماني تي جاري ٿيندي هئي. سندس شاگرد مولانا محمد افضل انهن فتوائن کي گڏ ڪندو هو. جنهن ڪيترن جلدن تي مشتمل هڪ ڪتاب تيار ڪيو ۽ ان جي بابن کي ٽن جلدن ۾ ورهايو. هن ڪتاب کي عام طرح 'بياض واحدي' يا 'فتويٰ واحدي' جي نالي سان ياد ڪيو وڃي ٿو. حالانڪ ان جو نالو 'جمع المسائل اعليٰ حسب النوازل' آهي. فتويٰ واحديءَ جا نسخا اڄ به سنڌ ۽ سنڌ کان ٻاهر هندستان، ڪشمير، افغانستان تائين اهل ذوق جي ڪتب خانن ۾ نظر اچن ٿا. بياض واحديءَ ۾ عربي ۽ فارسيءَ کانسواءِ سنڌي لفظن جو استعمال پڻ ملي ٿو. بياض واحديءَ کانسواءِ مخدوم صاحب جا مختلف موضوعن تي ڪيترا ننڍا وڏا رسالا موجود آهن. بياض واحدي ۽ رسالن جو سنڌي ترجمو مخدوم سليم الله صديقيءَ تازو شايع ڪرايا آهن. رسالن جا نالا هي آهن: (1) اربعون حديثاً، (2) احسن الفهم والعقل في جمع الڪسب والتوڪل، (3) ارشاد الصواب لمن وقع في بغض الاصحاب، (4) تهدير الغافر علي تعذيب الڪافر، (5) ڪشف الڪامن في علم الباطن، (6) تيسير القدير في اضحية الفقير، (7) طريق السداد في وجوب الاعتداد، (8) السبيل الوسطيٰ في اعفاءِ اللحيٰ، (9) ايضاح العاقبة في سوال العافية، (10) بسط المقال في حل الاشڪال، (11) انوار الفيوضات الباطنية في امتياز اهل الباطن والباطينة، (12) ازالة الا شتباه في قطع همزه يالله، (13) القول الجلي في تذڪير البغي، (14) جبر السڪين في ڪسر التنوين، (15) تسهيل الصعب في ابيات ڪعب، (16) امداد النبي في استمداد الولي، (17) اربعون حديثا في باب الجهاد، (18) لطف اللطيف في اعطاءِ الرغيف، (19) اربعين في رشد الطالبين، (20) رساله في العيد، (21) رش الانوار حاشيه در المختار، (22) حاشيه الاشباه والنظائر، (23) نص السارب في قطع الشارب، (24) رساله در عدالت امير معاويه، (25) رساله در حرمت دخان، (26) ديوان واحدي، (27) انشاء واحدي، (28) قلندر نامه، (29) اصدق التصديق با صلية الصدق، (30) الازهار المتناثره في الاخبار المتواتره، (31) مراة الحليه، (32) غاية الصراحة في تحريم النياحة، (33) جودة الطب في ڪثرة السبح، (34) البراهين الغر في منع بيغ الحر، (35) فضائل ربيع، (36) سبيل الواسلين، (37) الاستاڪ للدراڪ، (38) اربعين بروايت سراج المسلمين، (39) السير المطلوب في زيارة اڪبر محبوب.

وقت جي فقيهه ۽ عالم امام مخدوم عبدالواحد مير غلام علي خان جي عهد ۾ 14 رمضان المبارڪ 1224هه مطابق 23 آڪٽوبر 1809ع تي وفات ڪئي. هڪ شعر مان ابجد جي حساب سان سندس تاريخ وفات نڪري ٿي:

رحلت مخدوم عبدالواحد از دنيا نمود،<br>
سهروردي گفت هاتف ختم العلماءِ بود.

مخدوم صاحب جي مزار سيوهڻ ۾ چتي امراڻيءَ جي پرسان خانداني قبرستان ۾ پنهنجي والد مخدوم دين محمد ۽ ڏاڏي مخدوم عبدالواحد ڪبير پاٽائيءَ سان گڏوگڏ آهي.

**سيوستاني، مخدوم عبدالواسع صديقي:** مخدوم عبدالواسع صديقي ولد مخدوم دين محمد صديقي هڪ وڏو عالم، فاضل، خطاط ۽ شاعر هو. هي مخدوم عبدلواحد سفير جو پائيٽو هو. هي پاڻ ۾ پنج ڀائر مخدوم محمد عارف، مخدوم عبدالواسع شاعر، مخدوم محمد صالح، قاضي سعدالله ۽ مخدوم محمد مراد صديقي هئا. مخدوم عبدالواسع کي ٻه پٽ مخدوم مددالله ۽ مخدوم فضل الله هئا، جيڪي پڻ خدا وارا، وڏا بزرگ ۽ عالم هئا. سندن خاندان ۾ تصوف ۽ علمن جو اوج هو. مخدوم صاحب وڏو فقيهه ۽ صوفي اهل الله هو. هن ابتدائي تعليم پنهنجي خانداني مدرسي مان حاصل ڪئي. هن مدرسي جو منتظم سندس وڏو ڀاءُ مخدوم محمد عارف هو.

سندس وڏا حنفي ۽ نقشبندي طريقي جا هئا، پر پاڻ ملتان جي هڪڙي پير جي بيعت ڪري قادري طريقو اختيار ڪيو هئائين. اهو قادري پير هر سال لعل شهباز جي مزار تي حاضري ڀرڻ ايندو هو. جو وٽس مهمان ٿي رهندو هو. ڪڏهن ڪڏهن فارسي شعر ۾ طبع آزمائي ڪندو هو. ان ڪري پاڻ شاعر جي نالي سان به مشهور هو. هن بزرگ 13 هين صديءَ جي وچ ڌاري وفات ڪئي. مفيد عام لائبرري، سيوهڻ ۾ سندس شاعريءَ جو هڪ ننڍڙو قلمي نسخو 26 صفحن تي فارسي زبان ۾ موجود آهي، جنهن جو نالو 'ديوان جناب مخدوم عبدالواسع، ابن مخدوم محمد حسن صديقي سيوستاني' آهي. ڪتاب تي سال 1275هه لکيل آهي. ڪاتب عبدالوهاب فقير الي الله النصير آهي. ڪتاب تي مخدوم صاحب جي مهر نصب ٿيل آهي، ڪتاب خوشخط ۽ سونهري رنگن سان سينگاريل آهي.

**سيوستاني، مخدوم محمد عارف:** هيءُ بزرگ ابن ڏاڏن کان حنفي مذهب جي عالم خاندان جو فرد هو. هي پاڻ به عالم، فاضل، عارف، علم فقه ۽ تفسير جو وڏو ماهر ۽ بهترين خطاط هو. هن بزرگ ظاهري علم پنهنجي چاچي مخدوم عبدالواحد صغير نعمان ثاني

(محمد احسان) بياض وٽ حاصل ڪيا ۽ نقشبندي مجددي طريقي ۾ به ساڻس بيعت ڪيائين. ڪجهه تعليم پنهنجي والد وٽان پڻ ورتائين. مخدوم عبدالواحد صغيرسيوستاني پنهنجي حياتيءَ ۾ هن کي سند ڏئي پنهنجو جان نشين مقرر ڪيو. مخدوم نعمان ثانيءَ 1124ھ ۾ وفات ڪئي ته هن بزرگ فتويٰ ۽ قضا جو ڪم پنهنجي هٿ ۾ ڪنيو ۽ مدرسي جو انتظام احسن طريقي سان هلندو رهيو. هن ڪيترائي ناميارا شاگرد ۽ عالم پيدا ڪيا، جن مان حاجي فضل الله پاٽائي، خليفو حڪيم غلام محي الدين عباسي سيوستاني ۽ سندس فرزند ڪامل امجد سيوستاني مشهور ٿي گذريا آهن. سندس حياتيءَ ۾ هن بزرگ جا شاگرد هن جي فتوائن کي جمع ڪندا هئا، جو بياض مخدوم محمد عارف نالي سان هڪ جامع ڪتاب تيار ٿي ويو. اڄ به سنڌ جا عالم اهو بياض سند طور ڪتب آڻيندا رهن ٿا.

علامه غلام مصطفىٰ قاسمي، رسالي 'الرحيم' جي سال 1988ع جي جنوري، فبروريءَ واري شماري جي صفحي 48-47 تي لکي ٿو ته، اسان کي مخدوم محمد مراد صديقيءَ جي ڪتب خاني (مفيد عام لائبريري) ۾ ڪي قلمي ڪتاب نظر چڙهيا، انهن تي مخدوم محمد عارف جون مختلف تحريرون ۽ خود نوشت نوٽ نظر آيا، جن مان سندس علمي ذوق جو پتو پوي ٿو.

مخدوم محمد عارف سيوستانيءَ 1258ھ/ 1842ع ۾ سيوهڻ ۾ وفات ڪئي، سندس تربت خانداني قبرستان ۾ آهي.

**سيوستاني، مخدوم محمد عارف**: سنڌي ۽ فارسيءَ جو شاعر مخدوم محمد عارف سيوهڻ جي مشهور شاعر نورالحق 'مشتاق' جي اولاد مان هو. هو پنهنجي دور جو سنڌي ۽ فارسيءَ جو بهترين شاعر هو. ننڍپڻ کان ئي شاعري ڪندو هو. جوانيءَ ۾ پير رکندي ئي ملازمت اختيار ڪيائين. جتان 1907ع ۾ رٽائر ٿيو. ڪيس ادب سان گهري دلچسپي هئي، ڪريما جو سنڌيءَ ۾ ترجمو ڪيائين. جيڪو سندس حياتيءَ ۾ ڇپيو. سندس ديوان قلمي صورت ۾ آهي، جنهن ۾ 300 غزل آهن. ان ڪانسواءِ حمد ۽ نعت تي به ڪافي ڪلام چيل اٿس. قلندر لعل شهباز تي مداحون چيون اٿس، واعظ، نصيحت ۽ دنياداريءَ تي ڪافي ڪلام شامل آهي. مخدوم محمد عارف شاعريءَ ۾ پنهنجو نالو 'عارف' تخلص طور ڪتب آندو. هن 63 سالن جي عمر ۾ 1915ع ۾ وفات ڪئي.

**سيوستاني، ملا دائود**: ملا دائود سيوهڻ جي عالمن مان هڪ مشهور عالم ۽ بزرگ ٿي گذريو آهي. فضيلت ۽ علم جو صاحب هو. حضرت مخدوم نوح جو همعصر هو ڪيس هڪ پٽ ملا نورالحق هو، جيڪو 'استاد' جي نالي سان مشهور هو بزرگ ميان نور محمد ڪلهوڙي جي دور ۾ سن 1155ھ/1738ع ۾ سيوهڻ ۾ وفات ڪيائين.

**سيوستاني، ملا محب علي سنڌي**: سنڌ جو وڏو شاعر، عالم ۽ صوفي هو. ملا محب علي سنڌيءَ جو والد مولانا حيدر علي سمرقندي، سمر قند مان لڏي اچي سيوهڻ ۾ ويٺو ۽ روزگار خاطر مير البقا بن غياث الدين سبزواري ۽ مير عبدالله سلطان عريضي ولد مير ابوالمڪارم جي ملازمت اختيار ڪيائين. جتي ڪيس 982ھ/ 1574ع ۾ محب علي نالي پٽ عطا ٿيو. ٻار اڃا صغير ئي هو ته سندس والد وفات ڪري ويو. وڏو ٿيو ته علم حاصل ڪرڻ لاءِ سيوهڻ مان ٺٽي آيو. ٺٽي جي عالمن ۽ فاضلن وٽ سيني علمن ۽ فنن ۾ ڪمال حاصل ڪري ورتائين ۽ ٺٽي ۾ هميشه لاءِ سڪونت پذير ٿيو. اڳتي هلي مولانا محمد رضا شڪيبي اصفهانيءَ جي معرفت سان عبدالرحيم خان خانان سان ٺٽي ۾ ملاقات ڪيائين. خان خانان شاعر به هو. هن ملا محب علي سنڌيءَ جي ڏاڍي عزت ڪئي ۽ ڪيس پنهنجي پٽ شاهنواز خان جي پڙهائيءَ لاءِ استاد مقرر ڪيو. 1025ھ/ 1625ع ۾ خان خانان دکن تي ڪاهه ڪئي ۽ پاڻ سان گڏ ملا محب علي ۽ پنهنجي پٽ شاهنواز کي به وٺي ويو.

ملا محب علي سيوستاني سنڌيءَ ۽ سندس همعصر مولانا محمد رند شڪيبي اصفهانيءَ کي برهانپور مان حج جي ادائگيءَ لاءِ موڪليو ويو. بندرگاهه تي سندس ملاقات صوفي درويش شيخ محمد فضل سان ٿي، جنهن جو دست بيعت ٿيو ۽ حرمين شريفين روانو ٿيو. سڄو وقت عبادت الاهيءَ ۾ گذاريندو هو. حج تان واپس اچي برهانپور ۾ مستقل سڪونت اختيار ڪيائين.

شاهجهان جڏهن هندستان جو بادشاهه ٿيو ته هن ملا محب علي سنڌيءَ کي پاڻ وٽ گهرائي عزت ڏني. 1048ھ/1648ع ۾ هندستان ۾ بارش نه پوڻ ڪري سخت ڏڪار پيو. تڏهن شاهجهان جي حڪم موجب جن بزرگن برسات لاءِ دعائون گهريون، تن ۾ ملا محب علي به هڪ هو. شاهجهان خوش ٿي ڪيس ٺٽي ۾ هڪ جاگير عطا ڪئي.

هن برهانپور ۾ 73 سالن جي عمر ۾ 1055ھ/ 1645ع ۾ وفات ڪئي.

**سيون هيڊن** (Seven Hedin): اُهو پهريون شخص، جنهن 1907ع ۾، سڀ کان پهرين سنڌو درياهه جو اصلي مُنڍ، منبع يا سرچشمو ڳولي لڌو هو. سو هڪ سوئيڊش سياح 'سيون هيڊن' (Seven Hedin) هو. هن مُهم جو شخص، سنڌو درياهه جي مُنڍ ڳولي لهڻ کان 60 سال اڳ برهمپترا نديءَ جو منڍ پڻ ڳولي لڌو هو.



ماضيءَ ۾ اڪثر سنڌو درياهه جي نڪرڻ جو هنڌ، تُبيٽ ملڪ جي مشهور ڍنڍ 'مانسرووَر' کي سمجهيو پئي ويو آهي. مختلف وقتن تي پورچوگيزي مشنرين ۽ يورپي سياحن دنيا جي هن خوبصورت ۽ ڏندڪٿائي ڍنڍ بابت دنيا کي آگاهي پئي ڏني آهي. انهن ۾ 'مور ڪرافٽ' نالي هڪڙو جانورن جو سرجن به شامل هو. جيڪو ايسٽ انڊيا ڪمپني، بنگال جو ملازم هو. جنهن 'سيون هيڊن' کان 200 سال اڳ مانسرووَر ڍنڍ بابت هڪ رپورٽ پڌري ڪئي هئي. جنهن ۾ هن پهريون ڀيرو سنڌو درياهه جي روايتي

منبع بابت واضح ۽ سائنسي مشاهدو ڪيو هو ۽ لکيو هو تہ ”مانسروور ڍنڍ جو ظاهري منظر هڪ مقدس تاثر ڇڏي ٿو. ان جي پٽرين ۽ واريا سن ڪنارن تي هنڌ هنڌ سرخ ۽ سائي گريفائيٽ جا وڏا ٽڪرا پکڙيل آهن، جيڪي 300 فوٽ اُتانهن جبلن مان ٽُٽي ڪِريا هئا. هي هنڌ لاڳيتن هوائن جي زد ۾ رهي ٿو، جن جو رخ ۽ رفتار سدائين بدلبي رهي ٿي.“ هن ڍنڍ جي گهري مشاهدي ڪانپوءِ نتيجو ڪڍيو هو تہ هيءَ ڍنڍ سنڌو درياهہ يا ڪنهن بہ نديءَ جي نڪرڻ جو هنڌ نہ آهي.

1907ع جي گرمين ۾، سيون هيڊن، مانسروور ڍنڍ وٽ پنهنجي مطالعاتي ٽيم، ملازمن، خچرن، گهوڙن، رڍن، سروي جي سامان، نقشن تيار ڪرڻ ۽ لکڻ جي سامان ۽ هڪڙي ننڍي تهہ دار ڪينواس واري ٻيڙيءَ سميت پهتو هو. هن مقامي ماڻهن جي منع جي باوجود، مانسروور ڍنڍ ۾ ٻيڙي لاهي، اُن جي پاڻيءَ جي گهرائي ۽ عمق جي مختلف هنڌن تان ماپ ورتي ۽ معلوم ڪيو تہ ڍنڍ جي وچ ۾ وڌ اونهائي 250 فوٽ آهي ۽ اُن جي ايراضي 15 چورس ميلن تي پکڙيل آهي. هن کي اِيپاس دوران معلوم ٿيو تہ سنڌوءَ جو اصل سرچشمو اتر طرف ڪٿي آهي، پر ڪيس اُن طرف وڃڻ جي اجازت حاصل نہ هئي، پر جيئن تہ هي هڪ بهادر، بي ڊپو ۽ اورچ سياح ۽ سائنسدان هو، ان ڪري، خچر تي ضروري سامان رکي، ڪجهہ ماڻهن سان گڏ، ڪيلاش پربت جو چڪر لڳائي، اتر- اولهہ طرف سنڌوءَ جي منڍ جي ڳولا ۾ نڪري پيو. نيٺ هُو مقامي ريڍارن سان گڏ، ميلن جا ميل پنڌ ڪري، 17000 فوٽن جي بلنديءَ واري هڪ هموار واديءَ ۾ پهتو هو. اُتي هن ڏٺو تہ جبل جي دامن مان سِر (brick) جي شڪل واري هڪ ٽڪري (rock) ٻاهر نڪتل آهي، جنهن جي هيٺان پاڻيءَ جا چشما زور سان وهي رهيا آهن ۽ اُهو پاڻي گاهہ سان ڇانيل تلائن ۾ گڏ ٿي رهيو آهي. اُن هنڌ جي آسپاس پٿرن جون ڍيرين ۽ ننڍڙا اهرام بہ موجود هئا، جتي سُڪائون باسيندڙن جون علامتون نظر پئي آيون ۽ پهاڙن تي ڪجهہ تحريرون بہ اُڪريل هيون. هي اُهو مقدس هنڌ هو جنهن کي ’سُنگي ڪباب‘ (شينهن جو مُنهن) سڏيو ويو ٿي، ۽ اُها ئي سنڌو درياهہ جي نڪرڻ جي ’اصل جاءِ‘ هئي. هن هنڌ تي پهچي، سيون هيڊن، حيرت ۽ خوشيءَ گاڏڙ احساسن ۾ گهيرجي ويو ۽ هن محسوس ڪيو تہ سندس ڪوشش نيٺ رنگ لاتو آهي. هُو لکي ٿو تہ ”آءٌ اُن هنڌ هٽ ٻڌي خاموشيءَ سان سوچ ۾ گم ٿي ويس، شڪر گذاريءَ ۽ فخر جي احساس سان منهنجو ڳاٽ اوچو ٿي ويو. مون محسوس ڪيو تہ آءٌ اُهو پهريون اڇي چمڙيءَ وارو انسان آهيان، جيڪو پنهنجيءَ منزل تي پُهچي ويو آهي. مون اتي بيهي، سنڌو درياهہ کي ڌرتيءَ جي هنج مان نڪرندي ڏٺو ۽ وڏي آواز چيو: ’عظيم سنڌوءَ (Almighty Sindhu) جو ’شينهن وارو منهن‘ (سنگي ڪباب: Singi-Kabab)!‘

سچ پچ سيون هيڊن، سوئيڊش سياح، دنيا جو اُهو پهريون عظيم انسان هو، جنهن سنڌوءَ جي ڦُٽي نڪرڻ واري هنڌ کان دنيا کي سڀ کان اڳ آگاهہ ڪيو ۽ تاريخ جي صفحن ۾ تاريخدانن کي پهريون ڀيرو اها ترميم ڪرڻي پئي تہ سنڌو درياهہ، مانسروور ڍنڍ مان نہ، پر ٿبيٽ جي مشهور ڪيلاش پربت جي دامن مان، ’سنگي ڪباب‘ واري هنڌ تان ڦُٽي، هماليہ جبل جي مختلف ڦاٽن مان وهندو، پنهنجا پيرا ڇڏيندو اندازاً 760 ڪلوميٽر سفر ڪري ليہ لداخ ۾ داخل ٿئي ٿو هي زندگي بخش درياهہ، ڪيلاش پربت، ليہ لداخ ۽ ڪشمير مان ٿيندو پنجاب جا پَٽ ۽ پوٺا لتاڙيندو، سرزمين سنڌ ۾ داخل ٿئي ٿو.

**سيوهاڻي، شيخ محمد عابد انصاري:** سنڌ جو نامور طبيب ۽ عالم شيخ محمد عابد ولد احمد علي انصاريءَ، 11 صدي هجريءَ ڌاري سيوهڻ ۾ ڄائو. هن ابتدائي تعليم سيوهڻ ۾ ئي حاصل ڪئي، سندس ڏاڏو علم ۽ فضل جو مالڪ ۽ مخدوم محمد هاشم ٺٽويءَ جي شاگردن مان هو ۽ سندس لقب ’شيخ الاسلام‘ هو. شيخ محمد عابد پنهنجي چاچي محدث حسين انصاريءَ کان علم پرايو. ڪتب حديث جي سند، جنهن جو سلسلو سنڌ جي عظيم محدث ابوالحسن ڪبير سنڌيءَ سان ملي ٿو سا بہ پنهنجي چاچي کان حاصل ڪيائين. ان ڪانپوءِ شيخ محمد عابد يمن جي علمي مرڪز زبيد ۾ سڪونت اختيار ڪئي، اتي جي وڏن عالمن ۽ مجاز جي عالمن کان بہ علم حاصل ڪيائين. ان ڪانپوءِ پاڻ يمن جي گاديءَ جي هنڌ ’صنعاءَ‘ ۾ آيو ۽ اتي جي امام ۽ واليءَ جو شاهي طبيب ٿي رهيو ۽ ان جي وزير جي ڌيءَ سان شادي ڪيائين. هن سنڌي بزرگ کي يمن جي امام وٽ اها مقبوليت حاصل ٿي، جو هڪ ڀيري ان طرفان مصر ڏانهن سفير بڻجي ويو ۽ مصر جي واليءَ کي يمن جي امام جو هڪ هديو بہ پهچايائين. اهڙيءَ ريت هن سنڌي محدث جي مصر جي واليءَ سان ڄاڻ سڃاڻ ٿي ۽ مصر جي حاڪم هن جي علم ۽ فضل کان واقف ٿيو. شيخ محمد عابد سنڌيءَ کي علم طب کي دسترس حاصل هئي. ان ڪانسواءِ نحو، صرف، فقہ حنفي ۽ اصول فقہ تي بہ ڪيس گهڻي ڄاڻ هئي. ان ڪري هن کي ان وقت جي بغدادي خليفي منصور بالله حديده مان پاڻ وٽ گهرايو ۽ اتي هن ڪيترن ئي ماڻهن کي پنهنجو شاگرد بڻايو. ان ڪانپوءِ هي واپس سنڌ آيو ۽ هتي پنهنجي مرشد خواجہ محمد زمان ٿانيءَ جي عقيدت ۾ رهيو. هتي ڪجهہ وقت رهڻ ڪانپوءِ مصر جي حاڪم جي حڪم تي مديني منوره روانو ٿيو، جتان جي عالمن جو ڪيس رئيس بڻايو ويو ۽ اتي پنهنجي وفات تائين تدريس، تاليف ۽ تصنيف ۾ مشغول رهيو. هن جي لکيل ڪتابن ۾ ’منحة الباري بمڪررات البخاري‘ طب تي لکيل ڪتاب آهي، ’تحفة المومنين‘، ’المواهب الطيف‘، ’علي مستند الامام ابي حنيفہ‘، ’طوالع الانوار شرح درالمختار‘، ’شرح تيسرالوصول‘، ’شرح مسند الامام الشافعي شامل آهن.

شيخ محمد عابد سنڌيءَ، 1257هہ/1841ع ۾ وفات ڪئي.

**سيوهاڻي، شيخ محمد مريد:** شيخ محمد مريد اصل ۾ سيوهڻ جو رهاڪو هندو قانون گو، عالم ۽ عارف هو. هو مشهور وڪيل ۽ شاعر بہ هو. اورنگزيب عالمگير جي دور ۾ مسلمان ٿيو. سندس هوشياريءَ جي هاڪ دهلي دربار تائين پهتي، عالمگير ڪيس حڪومت پاران

سيوهڻ جو قانون گو (وڪيل) مقرر ڪيو. هن پنهنجي دور جا سرڪاري ۽ عوامي فيصلا انصاف سان ڪيا. ڪيس هڪ پٽ هو جنهن جو نالو شيخ محمد محفوظ هو، سو بادشاهه جو وڪيل ٿيو. شيخ مريد جي خاندان مان ڪيترا قانون گو اڄ تائين سيوهڻ ۾ رهن ٿا. جن مان 'رام' ۽ 'لڏو' مشهور آهن. جيڪي لعل شهباز جا مريد آهن ۽ عرس جي موقعي تي ميندي ڪڍن ٿا. هن خاندان جا مسلمان شيخ پڻ سيوهڻ ۾ رهن ٿا.

**سيوهاڻي، علي محمد 'ساغر'**: علي محمد 'ساغر' سيوهاڻي، سيوهڻ جي قريشي خاندان مان هڪ غريب ۽ محنتي انسان هو. ڪباب ۽ جيرن جو ڪم ڪري پيٽ پاليندو هو. ان ڪري علي محمد 'ڪبابي' جي نالي سان به مشهور هو. پنهنجي دور جو سٺو شاعر هو. غربت هوندي به سيوهڻ يا ان کان ٻاهر منعقد ٿيندڙ محفلن ۽ مشاعرن ۾ شعر پڙهي داد حاصل ڪندو هو. اڪثر پنهنجي شعر جي اصلاح حڪيم مخدوم محمد مراد صديقيءَ کان وٺندو هو. سندس همعصر شاعرن ۾ محمد احسن چنا، سيد فيروز شاهه سيوهاڻي، سيد غلام مصطفیٰ شاهه لڪياري، محمد اشرف منصور، پروفيسر محبوب علي چنا، استاد بخاري ۽ الله نواز رڪٽائي مشهور هئا.

علي محمد ساغر سيوهاڻيءَ، 1973ع ۾ وفات ڪئي.

**سيوهاڻي، مخدوم محمد حسن**: مخدوم محمد حسن ولد مخدوم دين محمد سيوهاڻي، اعلیٰ مرتبي وارو عالم ٿي گذريو آهي، جيڪو قاريءَ جي نالي سان مشهور ٿيو. هن پنهنجي ڀاءُ مخدوم عبدالواحد صغير نعمان ثانيءَ سان گڏ پنهنجي والد کان تعليم حاصل ڪيائين. سندس فرزند مخدوم محمد عارف سيوهاڻيءَ پڻ علمي دنيا ۾ وڏو نالو ڪڍيو. مخدوم محمد حسن سيوهڻ ۾ شيخ الاسلام جي عهدي تي رهيو ۽ ان سان گڏ اتي ديني درسگاهه به قائم ڪيائين. جنهن مان سوين عالم پڙهي نڪتا. سٺو ڪاتب ۽ خطاط هو ۽ 'خطاط' جي نالي سان مشهور هو. هن بزرگ کي پنج پٽ مخدوم عبدالواسع شاعر، مخدوم محمد عارف، مخدوم محمد صالح، قاضي سعدالله ۽ مخدوم محمد مراد هئا، جيڪي پڻ وڏي ناليوارا عالم ۽ فاضل ٿي گذريا آهن. سيوهڻ جو صديقي خاندان هن بزرگ جو اولاد آهي. چوڏهين صديءَ جو مشهور عالم مخدوم بصرالدين، مخدوم نصيرالدين، مخدوم ميان غلام عمر، حڪيم مخدوم محمد مراد صديقي هن بزرگ جي نسب مان ٿي گذريا آهن.

مخدوم محمد حسن پنهنجي ڀاءُ مخدوم عبدالواحد ثانيءَ کان چار سال اڳ 1220هه/1805ع ۾ وفات ڪئي، سندس مرقد سيوهڻ ۾ خانداني قبرستان ۾ آهي.

**سيوهاڻي، مخدوم محمد صالح**: صوفي شاعر ۽ بزرگ، مخدوم محمد صالح ولد مخدوم محمد حسن قاري سيوهڻ جو رهاڪو هو. ميرن جي دور جو سٺو صوفي شاعر هو. ننڍپڻ کان ئي صوفيانه خيالن جو هوندو هو. ٻارهن سالن جي ڄمار ۾ پنهنجي چاچي مخدوم محمد عارف مفتي سيوهاڻيءَ جي مدرسي مان سمورا ديني علم حاصل ڪري فارغ التحصيل ٿيو. علم جي حاصلات کان پوءِ اڪثر وقت گوشي نشينيءَ جي حالت ۾ ڪتابن جي مطالعي ۾ گذاريندو هو. ڪجهه عرصي بعد ڪتابن کي ڇڏي عشق رسول صلي الله عليه وسلم طرف مائل ٿيو. مائٽن جي زور وجهڻ باوجود شادي نه ڪيائين. اڪثر وقت رياضت ۾ گذارڻ لڳو. متس ڪشف جو علم حاوي ٿيو. ايندڙ وقت جي حالتن جي اڳڪٿي ڪندو هو. ڀٽائيءَ سان عشق هئس. سومر فقير ۽ فضل فقير کان اڪثر ڀٽائيءَ جو راڳ ٻڌندو هو. هن جي تقويٰ ۽ پرهيزگاريءَ جي ڪري وقت جا ٽالپر حڪمران سندس گهڻي عزت ڪندا هئا. جڏهن مير نصير خان ولد مير مراد علي خان سنڌ جو والي ٿيو، تڏهن مخدوم محمد صالح کي ديهه سامتياڻيءَ ۾ جاگير ڏنائين. مخدوم جو سمورو صوفياڻو ڪلام فارسيءَ ۾ آهي. هن تيرهين صدي هجريءَ جي آخر ۾ وفات ڪئي.

**سيوهڻ**: سيوهڻ شهر سنڌ جي وچولي حصي ۾ سنڌو نديءَ جي ساڄي ڪپ تي آباد آهي، جيڪو سنڌو نديءَ جو ڏنل تحفو آهي. بيهڪ جي لحاظ کان سيوهڻ 26.26 ڊگريون اتر ويڪرائي ڦاڪ ۽ 67.50 ڊگريون اوڀر ڊگهائي ڦاڪ تي واقع آهي. هي ڪراچيءَ کان اتر اوڀر ۾ اٽڪل 180 ميلن ۽ دادوءَ کان اولهه ڏکڻ ۾ اٽڪل 30 ميلن جي مفاصلي تي ضلعي ڄام شوري ۾ واقع آهي. هيءُ شهر هن وقت خشڪي، ريل، درياهي ۽ هوائي رستي سان ملڪ جي مکيه شهرن سان ڳنڍيل آهي. شهر جي اوڀر ۾ سنڌو درياهه، اتر اولهه ۾ اڙل واهه، اولهه ڏکڻ ۾ منڇر ڍنڍ ۽ ڏکڻ ۾ ڀڳو ٽوڙو (ٽوڙهو) جبل، لڪي ۽ نيرون جبلن جون قطارون آهن، اٽڪل اڌ



ميل جي مفاصلي تي اتر اوڀر ۾ سنڌو درياهه وهي ٿو. شهر جي وچ ۾ حضرت لال شهباز قلندر جو عاليشان مقبرو آهي. شهر جي ڀر ۾ اتر طرف پراڻو قلعو، ڏکڻ ۾ چوٽيون، اوڀر ۾ لال باغ، شهر ۾ چوطرف اولياءُن بزرگن، عاشقن، الله وارن، صوفين، عالمن درويشن، مجذوبن ۽ فقيرن جون آخري آرامگاهون آهن. سيوهڻ جي مٽيءَ ۾ لعل شهباز جهڙا قلندر، بودلي بهار جهڙا سڪندر، چٽي عمراڻي جهڙا جُنگ جوان، مخدوم عبدالواحد سيوهاڻي- نعمان ثاني جهڙا فقيه ۽ ڪامل مدفون

آهن. شهر ۾ ڪيترين ئي مسجدون، درسگاهون، تجارتي ۽ هنري مرڪز موجود آهن. هن وقت شهر جي پکيڙ چئن چورس ڪلوميٽرن ۾ آهي ۽ اُن ۾ اندازً ٽي لک ماڻهو رهن ٿا. پراڻي وقت ۾ سيوهڻ شهر ڪيترن بادشاهن جو صدين تائين صدر مقام، تختگاهه ۽ سنڌ حڪومت جو پرڳڻو رهيو آهي، جنهن ڪري ٻاهرين فاتحن، حاڪمن، شهنشاهن ۽ بادشاهن سيوهڻ تي قابض ٿيڻ لاءِ چڙهايون ۽ حملا ڪيا ۽ ان کي پنهنجي هٿ هيٺ آندو. هتان جي قلعي کي ڪيترائي ڀيرا ڊاٺو ويو،



سيوهڻ ۾ ڪاٺ جي ڊانچي واري هڪ آڳاٽي عمارت

ٺاهيو ويو ۽ مرمت ڪئي وئي، قلعي جي آسپاس ڳوٺن ۽ آبادين ۽ فصلن کي ڪافي ڀيرا ناس ڪيو ويو. جبل، منڇر ڍنڍ، درياهه ۽ پراڻي قلعي، هن شهر جو هر وقت قدرتي دفاع پئي ڪيو آهي، جنهنڪري هن شهر کي حاصل ڪرڻ ۾ ڪي حملي آور ڪامياب ٿيا ته ڪي ناڪام رهيا. سيوهڻ جي فوجي اهميت ڪري اسلام کان اڳ سڪندراعظم سيوهڻ جو قلعو فتح ڪيو هو ۽ ان جي مرمت ڪرائي هئي، مُحمد بن قاسم جڏهن ديبل فتح ڪيو ته ان جو توجهه هڪدم سيوهڻ فتح ڪرڻ طرف ڇڪيو. سومرن لاڙڪي وسايو ته سمن وري سيوهڻ کي پنهنجي قبضي ۾ رکيو. جَلال الدين خوارزم شاهه جڏهن سنڌ تي حملو ڪيو. تڏهن به هن پهريائين سيوهڻ تي اچي قبضو ڪيو. ٺٽي فتح ڪرڻ کان اڳ شاهه بيگ ارغون سيوهڻ ۽ بکر جا قلعا فتح ڪيا هئا. معزول شهنشاهه همايون به هن قلعي کي هٿ ڪرڻ لاءِ پنهنجي فوج مارائي هئي. عبدالرحيم خان خانان سنڌ فتح ڪرڻ لاءِ سيوهڻ جو رخ ڪيو هو. دارا شڪوهه کي جڏهن اورنگزيب عالمگير (ڀاءُ) جي چاڙهن مارڻ جي ڪوشش ڪئي ته هن سيوهڻ ۾ پنهنجي زال نادره بيگم سميت پناهه وٺڻ جي ڪوشش ڪئي هئي. مغلن جي آخري ڏينهن ۾ ميان يار محمد ڪلهوڙي سيوهڻ بجاءِ دادوءَ جي ڀرسان خداآباد شهر اڏائي ان کي صدر مقام مقرر ڪيو ته سيوهڻ جي اهميت گهٽجڻ لڳي.

**سيوهڻ جا مشائخ:** سنڌ جي ٻين شهرن وانگر سيوهڻ ۾ به اوليائن ۽ مشائخن اچي تبليغ ڪئي ۽ حق جي تلقين ڪيائون. سڀ کان پهرين اسان کي عباسي گورنرن جي دور ۾ ڇتو امراڻي ۽ سيد علي مڪي جا نالا ملن ٿا.

سومرن جي دور ۾ مشائخن ۽ عالمن ۾ حضرت قلندر لعل شهباز، سيد علي مست، شيخ علي بغدادي، مخدوم علي سيوستاني، سيد عبدالله ابدال، سڪندر بودلو بهار، سيد مير ڪلان، سيد ڀورا بادل شير، سيد صلاح الدين شاهه، سيد ابراهيم شاهه جتي ستي، شاهه گودڙيو ۽ سيد جمن شاهه جتي ستي جا نالا ملن ٿا.

ارغونن جي دور حڪومت ۾ هتان جي مشائخن ۾ سيد حيدر شاهه سنائي، مخدوم ساهڙ لنجار، مخدوم عبدالڪريم عرف ميران محمد بوبڪائي، مخدوم محمد جعفر بوبڪائي، ملا ابوالفتح فتحي، حيدر هروي، عبدالعزيز محدث ابهري، سيد مير علي صغير، قاضي ڏتو سيوهاڻي، شيخ ٽوپڻ، قاضي ادريس سيوستاني، قاضي عبداللطيف، قاضي قاضن، قاضي نصرالله سيوستان، شيخ موسيٰ بوبڪائي، قاضي عبدالله دربيلوي ۽ ٻيا اچي وڃن ٿا.

ترخان دور ۾ حڪيم محمد عثمان بوبڪائي، مخدوم عباسي هنگورجائي، شيخ قاضي مبارڪ پاٽائي، عضنفر بيگ، رستم بيگ ۽ قاضي ابراهيم جهڙا نامور بزرگ ملن ٿا.

**مغل گورنرن جي دور ۾ سيوهڻ جون نامور شخصيتون:**

**شيخ ابوالفيض فيضي:** هي شيخ مبارڪ بن شيخ خضر جو وڏو پٽ هو. شيخ مبارڪ اصل سيوهڻ جو رهاڪو هو، پر پنهنجي علمي لياقت سبب کيس آگري سڏايو ويو، جتي پنجاهه سال رهيو ۽ اتي ئي 954هه/ 1544ع ۾ فيضيءَ کي پٽ ڄائو. اڪبر جي دربار تائين ابو الفيض پنهنجي علمي قابليت سبب رسيو ۽ 'ملڪ الشعراءِ' جو خطاب مليس. هن ڪيترا ڪتاب لکيا، پر سڀ کان مشهور ۽ لاجواب ڪتاب 'سواطع الهام' قرآن پاڪ جو بي نقط تفسير آهي. اڪبر بادشاهه جي نو رتنن مان هڪ هو ۽ هن 1004هه/ 1595ع ۾ وفات ڪئي.

**علامه شيخ ابو الفضل:** علامه ابوالفضل آگري ۾ 958هه/ 1548ع ۾ ڄائو. هي به پنهنجي ڀاءُ فيضيءَ وانگر وڏو عالم هو. هي اڪبر جي دربار ۾ پهرين هڪ هزاري منصب، پوءِ ٻه هزاري منصب ۽ آخر ۾ اڪبر سندس علمي قابليت کي مدنظر رکندي کيس 'مير منشي ممالڪ ڪل هندستان' مقرر ڪيو. هن ڪيترائي ڪتاب لکيا، جن مان 'آئين اڪبري' ۽ 'اڪبر نامه' گهڻو مشهور ٿيا. ابو الفضل کي شهزادي جهانگير سازش ڪري 1011هه/ 1602ع ۾ قتل ڪرائي ڇڏيو.

انهن کان سواءِ مغل گورنرن جي دور ۾ شيخ خضر، شيخ مبارڪ سيوستاني، سيد عبداللطيف بخاري، شيخ يوسف پاٽائي، اسحاق سنڌي قلندر پاٽائي، ملا محب علي سنڌي، مخدوم جهان سنڌي، مير عبدالله سلطان سبزواري، شيخ موسيٰ سيوستاني، شيخ خضر سيوستاني، قاضي سائين ڏنو، ميان مير سيوستاني، بيبي جمال خاتون سيوستاني، شيخ عبدالعزيز، مفتي عبدالواحد ڪبير، شيخ الاسلام مخدوم محمد مراد انصاري، مخدوم حامد بوبڪائي، فقير عبدالرحيم عارب ڪاشيگر، مير حيدر شاهه، محمد انس سيوستاني، مخدوم عبدالحليم سيوستاني، سيد حسن شاهه بخاري، شيخ محمد مريد سيوهاڻي،

شيخ محمد محفوظ سيوستاني، درويش ابراهيم، درويش يحيٰ، وجيهہ الدين سيوستاني ۽ شيخ ابوبڪر سيوستاني جهڙا جيد عالم ۽ مشائخ ملن ٿا.

ٽالپرن جي دور حڪومت ۾ سيد ثابت علي شاهہ ڪربلائي، مخدوم عبدالواحد صديقي، مخدوم حسن سيوستاني قاري، مخدوم محمد مراد صديقي، مخدوم محمد صالح صوفي، مخدوم محمد مجذوب، نور محمد سيوستاني ۽ ملا محمد سيوهاڻي ملن ٿا.

پاڪستان ٺهڻ کان وٺي هن وقت تائين سيوهڻ تعلقي جي مشهور بزرگ، عالم، مشاهير، قلم ڪار، اديب، شاعر، سياسي ۽ سماجي شخصيتن ۾ سيد گل محمد شاهہ لڪياري، سيد موتيل شاهہ سبزواري، پيرالاهي بخش، حاجي عبدالرحمان ميمڻ، حافظ قاري مخدوم غلام عمر، حاجي پير بخش شاهہ، الحاج مولوي فيض محمد سندو، صالح محمد شاهہ نئينگ وارو، سيد جيئندل شاهہ لڪياري، حاجي حبيب شاهہ، جي. ايم. سيد، سيد محمد عالم شاهہ شيرازي، الحاج مولوي عبدالباقي چند، الحاج مولوي محمد علي سندو، حڪيم محمد يعقوب ڪوريجو، حڪيم ثناءُ الله ترڪ، فقير غلام حسين سيلاني، علي محمد ساغر سيوهاڻي، در محمد قريشي بوبڪائي، سيد فيروز حسين شاهہ 'ثاثير' سيوهاڻي، سيد فيروز حسين شاهہ ظفر سيوهاڻي، سيد مظهر لڪياري، پروفيسر محبوب علي چنا، حاجي گل محمد ڪوسو، حاجي محمد قريشي، فقير حسين بخش 'خادم' سروري، شهباز علي 'ملازم' سروري، مخدوم محمد مراد صديقي، سيد صادق علي شاهہ سبزواري، سيد عزت علي شاهہ سبزواري، مخدوم عبدالرحمٰن عباسي، احمد علي قريشي، دادن فقير سولنگي، غلام نبي 'ناز' پٽي، حاجي عالم چنو، ڊاڪٽر خان محمد پنهور، تاج صحرائي، سيد عبدالله شاهہ (سنڌ جو اڳوڻو وڏو وزير)، مظهرالحق صديقي، حاجي غلام حيدر سولنگي، مصطفيٰ قريشي، پروفيسر فتح الله صديقي، حاجي خان پنهور ۽ نظير حيات سيوهاڻي.

**سيوهڻ مان لڌل سڪا:** سيوهڻ راڄڌانيءَ ۾ وقت جي حاڪم جو سڪو رائج هو. ڪوٽ جي کوٽائيءَ مان اهڙا سڪا مليا آهن:

سلطان شهاب الدين محمد بن سام غوريءَ جي سڪن تي عربيءَ ۾ عبارت لکيل آهي. سڪا ٽامي جا آهن. سڪن جي هڪ طرف 'ابوالمظفر محمد بن سام' ۽ ٻئي طرف 'السلطان المعظم معزالدنيا والدين' لکيل آهي. ناصرالدين قباچہ جي نالي سان هڪ ننڍڙو ٽامي جو سڪو مليو آهي جنهن جي هڪ طرف لکيل آهي: 'ج (قباچہ)'. سڪي جي ٻئي طرف گول دائري ۾ 'ص (ناصرالدين)' لکيل آهي.

سيوهڻ مان علاوالدين مسعود شاهہ جو جاري ڪيل ٽامي جو ٻہ هڪ سڪو لڌو آهي، جنهن جي هڪ طرف ڍڳي جي تصوير جي مٿان هنديءَ ۾ 'علاوالدين' لکيل آهي. ٻئي طرف گهوڙي سوار جي سامهون 'شري هميره' لکيل آهي.

ناصرالدين محمود جو پڻ ٽامي جو سڪو مليو آهي، ان جي چوڪنڊي ۾ 'السلطان الاعظم ناصرالدنيا والدين' لکيل آهي، ٻئي طرف گهوڙي سوار جي مٿان عربيءَ ۾ محمود ۽ سامهون هنديءَ ۾ 'شري هميره' لکيل آهي.

غياث الدين بلبن جا دهليءَ کان جاري ڪيل ٽامي جا ٻہ سڪا ٻہ مليا آهن:

(1) هڪ سڪي جي هڪ طرف لکيل آهي 'السلطان الاعظم غياث الدنيا والدين' ۽ ٻئي پاسي گول دائري ۾ 'بلبن' ۽ ان جي چوڌاري هنديءَ ۾ 'شري سلطان غياث الدين' لکيل آهي.

(2) هن سڪي تي هڪ طرف 'السلطان الاعظام' لکيل آهي ۽ ٻئي طرف 'غياث الدنيا والدين' لکيل آهي.

معزالدين ڪيقباد جو جاري ڪيل سڪو بہ سيوهڻ مان هٿ آيو آهي. اهو سڪو ٽامي جو آهي. ان جي هڪ طرف 'السلطان الاعظم' ۽ ٻئي طرف 'معزالدين والدين' لکيل آهي.

**سيوهڻ جون ڪافيون:** ڪافي ان درگاهہ يا هنڌ کي چيو ويندو آهي، جتي ڪنهن بزرگ پنهنجي مخصوص مڪتب فڪر جا اهڙا تہ پوئلڳ ڇڏيا هجن، جيڪي اڄ تائين انهيءَ بزرگ جي نالي تي ان جي مزار يا ان سان منسوب هنڌ تي هڪ جماعت جي صورت ۾ رهندا هجن ۽ انهيءَ بزرگ جي حوالي سان پنهنجي سڃاڻپ رکندا آهن. سيوهڻ ۾ اهي سموريون ڪافيون قلندري فقرائن جي رهاشگاهون آهن. اهي ڪافيون هي آهن:

**ابدال (دونهين واري ڪافي):** هن ڪافيءَ ۾ عبدالله شاهہ ابدال ۽ ٻين ابدالي سرگروهن جون تربتون آهن. عبدالله شاهہ ابدال قلندر لعل شهباز سان گڏ سنڌ ۾ آيو هو ۽ انهيءَ هن ڪافيءَ جو بنياد وڌو هو. هيءَ ڪافي، قلندر جي درگاهہ جي ڏکڻ ۾ آهي. هتي لعل شهباز جي دونهين آهي، جنهنڪري هي 'دونهينءَ واري ڪافي' پڻ سڏجي ٿي. هن ڪافيءَ جو سرگروهہ فقير شير ابدال آهي.

**اولادي امير/ شاهہ صلاح الدين جي ڪافي:** شاهہ صلاح الدين دراصل لڪياري ساداتن جو پيشوا هو. جيڪو شاهہ صدرالدين لڪياريءَ جي حڪم تي قلندر لعل شهباز سان گڏ لڪيءَ کان سيوهڻ آيو هو. شاهہ صلاح الدين جنهن جاءِ تي پنهنجو آستانو قائم ڪيو، ان کي 'شاهہ صلاح الدين يا اولادي امير' جي ڪافي چون ٿا. لعل شهباز جي رحلت کانپوءِ شاهہ صلاح الدين، ڏاڏي ابراهيم جتي ستيءَ جو طالب ٿيو. هن ڪافيءَ سان ست ڪافيون منسلڪ آهن ۽ اهي سيئي سيد محمد مراد شاهہ لڪياريءَ جي سرپرستيءَ ۾ آهن.

**جمن جتي ستيءَ جي ڪافي:** هي ڪافي اڙل جي ڪپ تي آهي ۽ اها اولادي امير ڪافيءَ سان منسلڪ آهي.

**گلاب شاهہ جي ڪافي:** هيءَ ڪافي قلندر لعل شهباز جي درگاهہ جي آمهون سامهون آهي ۽ هي بہ اولادي امير واري ڪافيءَ سان منسلڪ آهي.

**مير حيدر بگاشير جي ڪافي:** هن ڪافيءَ جو سرگروهہ فقير محرم شاهہ آهي ۽ هيءَ بہ اولادي امير ڪافيءَ سان منسلڪ آهي.

**بودلي بهار جي ڪافي:** بودلي سڪندر بهار جي ڪافي قلعي جي مکيہ دروازي وٽ لعل شهاز قلندر جي اتر اولهہ ۾ قلعي جي ويجهو آهي. هي ڪافي اولادي اميرواري ڪافيءَ سان منسلڪ آهي.



**نهال شاهہ نوريءَ جي ڪافي:** هيءَ ڪافي اولادي اميرواري ڪافيءَ سان منسلڪ آهي.

**ابراهيم جتي ستيءَ جي ڪافي:** هيءَ ڪافي قلندر لعل شهباز جي درگاهہ جي اتر پاسي آهي ۽ هيءَ بہ اولادي امير واري ڪافيءَ سان منسلڪ آهي.

**سبزواري ڪافي:** هيءَ ڪافي درگاهہ جي آسپاس ۾ آهي ۽ اها بہ اولادي امير واري ڪافيءَ سان منسلڪ آهي.

**ڪچهريءَ واري ڪافي:** هن ڪافيءَ بابت مشهور آهي تہ قلندر لعل شهباز پنهنجن سائين، مريدن ۽ فقيرن سان گڏجي هن هنڌ تي ڪچهري ڪندو هو. انهيءَ نسبت سبب ان آستاني کي 'ڪچهريءَ واري ڪافي' چون ٿا. قلندر لعل شهباز جي رهائش بہ ان ڪافيءَ ۾ هوندي هئي. سندس 72 لنگ بہ ان ۾ دفن آهن. اها ڪافي قلندر لعل شهباز جي درگاهہ جي اتر اولهہ ۾ پرسان آهي. هن ڪافيءَ جون بہ شاخون: (1) سخي پاڻ سلطان جي ڪافي ۽ دودو مرد حقانيءَ جي ڪافي.

**سخي پاڻ سلطان جي ڪافي:** هن ڪافيءَ ۾ سيد عبدالرزاق جيلاني مدفون آهي ۽ هن جا بہ پٽ سيوهڻ ۾ مدفون آهن. جن کي 'پير پوتا' چون ٿا.

**دودو مرد حقانيءَ جي ڪافي:** هيءَ ڪافي دادو روڊ لڳ آهي ۽ اها ڪچهري ڪافيءَ جي شاخ آهي.

**پوري بادل شير جي ڪافي:** هيءَ ڪافي سيد پوري بادل شير بخاريءَ



جي آهي ۽ قلندر لعل شهباز جي درگاهہ جي اوپر ۾. شاهي قديم علم پاڪ وٽ آهي. سيد پورو بادل شير بخاري ڏاڏي ابراهيم جتي ستيءَ جو طالب هو. هن ڪافيءَ ۾ ڪنهن زماني ۾ شينهن موجود هوندا هئا.

**سخي سرور/ پٺاڻ جي ڪافي:** هيءَ ڪافي 1973ع ۾ وجود ۾ آئي، جڏهن هڪ فقير طبيعت نادر شاهہ پٺاڻ 1973ع ڏاري گذاري ويو. سندس وفات کانپوءِ سندس پائٽيو سندس گادي نشين ٿيو. هو ديري غازي خان واري پاسي جو پٺاڻ هو. هتي ڪافي لنگر هلي ٿو. پٺاڻ جي ڪافي هاڻي سڄي پاڪستان جي پٺاڻن ۾ مشهور آهي. نادر شاهہ پٺاڻ هڪ درويش صفت انسان هو ۽ هو قلندر جي درگاهہ تي عقيدت وچان بهاري ٻہو ڏيندو هو. انهيءَ عقيدتمنديءَ سبب اڄ سندس نالي پٺيان



هي ڪافي مشهور آهي. جتي سوين ماڻهو اچن ٿا.

(15) نهال شاهہ نوري جي ڪافي، (16) امام علي شاهہ جي ڪافي، (17) نور شاهہ ڪربلائيءَ جي ڪافي، (18) شاهہ جهانيان جي ڪافي، (19) فقير لعل داس جي ڪافي

ياد رکڻ گهرجي تہ ٻہ ڪافيون: 'سخي پاڻ سلطان شاهہ ڪافي' ۽ 'شاهہ نصير واري ڪافي'، قلندري سلسلي سان منسلڪ ڪونہ آهن. هنن ڪافين جا فقير تہ ٽِل ڪن نہ ڌمال، صرف مينديءَ جي رسم ۾ حصو وٺندا آهن.

**سيوهڻ قلعو ۽ ان جي کوٽائي:** فرانس جي مشهور آرڪيالاجسٽ ميڊم مونيڪ ڪروران وچين دور جي تاريخ تي سنڌ ۾ 30 سال ڪم ڪيو. هن رتيڪوٽ ۽ لاهري بندر تي کوٽايون ڪري، ان دور جي تاريخي ۽ معاشي حالتن تي چڱي روشني وڌي، پوءِ بہ ڪي ڳالهيون رهجي ويون. ان لاءِ ميڊم مونيڪ سوچيو تہ شايد سيوهڻ جو قلعو وچ واري تاريخي دور جي خالن کي پري، ان لاءِ هن 1996ع کان 2002ع تائين سيوهڻ جي قلعي جي کوٽائي ڪئي. کوٽائي ڪندي کيس اوسر جا 8 درجا مليا، 20 ميٽرن تائين هيٺ کوٽائي ڪندي سڪندراعظم جي دور تائين پهتي، پر کيس سڪندر يونانيءَ جي دور جي ڪا بہ نشاني ڪا نہ ملي. انهيءَ کوٽائيءَ ۾ ڪجهہ عرصو مشهور آرڪيالاجسٽ سيد حاڪم علي شاهہ بہ سندس ساٿ ڏنو

قلعي جي اوچائي اٽڪل 54 ميٽر ۽ پکيڙ 17 هيڪٽر آهي. قلعي جي ڇيڻ ٿي ڪندڻ سان کوٽائي ڪندي، 23.50 ميٽرن جي گهرائيءَ تي پوسل نڪري آئي، ثقافتي ڪٽي جي ٿولهه 48 ميٽر ٿي. کوٽائي قلعي



جي اصل ترڪان به هيٺ تائين ڪئي وئي، جتي قلعي جو ڪو به نشان ڪو نه هو. جنهن قلعي لاءِ تاريخدان لکن ٿا ته هن قلعي کي سڪندراعظم فتح ڪيو، ان جا آثار هتان ڪو نه مليا.

سيد حاڪم علي شاهه پنهنجي تحقيق ۾ پهرين ٽن سطحن جو ذڪر ڪيو آهي، جيڪي اٽڪل 400 ق.م کان 700 عيسوي تائين جا آهن. سندس چوڻ موجب هن وقت موجوده قلعو سڪندر واري وقت جو نه آهي. انهن ٽن سطحن جو ذڪر ڪندي بخاري صاحب لکيو آهي ته، کوٽائيءَ جو طبعي تهه (آخري تهه ۽ پهريون) جنهن تي پاڻي نڪتو، ان کان مٿيرو ٿي اهڙي زمين ملي، جيڪا ڌاڪ پڪي هئي. اتي ماڻهوءَ جي رهائش جا ثبوت مليا. انهيءَ ترتي جيڪو ذڪر مليو، اهو ڪاري اجريل ٺانءَ وارو ٺڪر (Black Polished ware) سڏجي ٿو. جنهن جو واسطو يوناني باختري (Graeco-Bactrian) دور سان آهي. ان هيٺين سطح جي مٿان جيڪا ٻي سطح (تهه نمبر 2) آهي، اتان جيڪي وقتون کوٽائي دوران مليون، ان جو واسطو موريا ۽ ڪشان دور سان هو. هن تهه مان ملندڙ ٺڪر ڳاڙهي رنگ جو اجريل ٺانءَ (Red Polished ware) ڪري ڪوٺجي ٿو. انهيءَ سطح تان کوٽائيءَ ۾ پهريون ڀيرو ٽامي جو هڪ سڪو به مليو هو. اهو دور پهرين صدي ق.م کان 300 عيسويءَ تائين جو آهي. انهيءَ جي مٿان ٽين سطح جو دور 300 عيسوي کان 700 عيسويءَ واري دور سان لاڳاپيل آهي. هن دور ۾ ايراني بادشاهه بهرام گور پنجين (421ع کان 438ع) جو نالو سنڌ جي فاتحن ۾ ڳڻجي ٿو پر هن جا تفصيل نه ملي سگهيا آهن. تاريخ ۾ هزمر (489-488ع) ۽ خسرو نوشيروان نالي ايراني بادشاهن جو ذڪر به ملي ٿو. هرمز جي وقت ۾ سنڌ بغاوت ڪري ايرانين کان آزادي حاصل ڪئي ۽ راءِ گهراڻي (495-632ع) جي مقامي حاڪميت تسليم ڪئي وئي. انهيءَ دور ۾ هڪ ٻئي قلعي جا آثار کوٽائيءَ مان مليا آهن. هن سطح تي پهريون قالبي ٺانءَ (First Moulded Pottery) مليو آهي. جيڪو ڪاري ۽ ڳاڙهي رنگن سان رڱيل آهي. ان ڪري 400 ق.م کان اڳ واري سنڌ تي ايراني دور (600 ق.م کان 86-485ع) جا آثار ملڻ محال آهي. اهو دور ڪوروش ۽ دارا جو آهي. قلعي جي هيٺين تهه واري آبادي باختري- يوناني (Graeco- Bectrian) دور جي آهي.

پاڻ انابيل ڪولنٽ جي ان رپورٽ جي روشنيءَ ۾ قلعي کي ڏسنداسون. جيڪا هن `Sindh Through History and Representation` نالي ڪتاب ۾ ڇپائي آهي. جنهن جو پهريون ڇاپو اوڪسفورڊ پريس 2008ع ۾ ڇپيو. سندس مقالي جو عنوان Chronology of Sehwan Sharif Through Ceramic (The Islamic Period) آهي. سندس چوڻ موجب هتان 8 مرحلا يا تهه مليا. جن مان



پهريان 3 تهه اسلامي دور کان اڳ جا آهن. باقي پنجن تهن کي هيٺينءَ ريت ورهايو آهي:

(1) **تهه نمبر 4:** 35-30/31 ميٽرن جي اوچائيءَ تائين. جنهن کي هن عرب دور جو تهه ڪري سڏيو آهي. جيڪو 2 کان 4 صدي هجريءَ يعني 8 کان 10 صدي عيسويءَ جو آهي.

(2) **تهه نمبر 5:** 48-35 ميٽرن تائين. جنهن کي هن هباري سلطنت جي خاتمي کان وٺي غزنوين ۽ غورين جي دور جو تهه ڪري سڏيو آهي. جيڪو 5 صدي کان 7 صدي هجري يعني 11 صديءَ کان 13 صدي عيسويءَ تائين جو آهي.

(3) **تهه نمبر 6:** 40-38 ميٽرن تائين. جنهن کي هن دهلي سلطنت ۽ سمن جي دور جو تهه ڪري سڏيو آهي. جيڪو 9 کان 7 هجري يعني 13 کان 15 صدي عيسويءَ تائين جو آهي.

(4) **تهه نمبر 7:** 41-40 ميٽرن تائين. جنهن کي هن ارغونن ۽ ترخانن جي دور جو تهه ڪري سڏيو آهي. جيڪو 10 صدي هجري يعني 16 صدي عيسويءَ جو آهي.

(5) **تهه نمبر 8:** 44-41 ميٽرن تائين. جنهن کي هن مغلن جي دور جو تهه ڪري سڏيو آهي. جيڪو 11 کان 12 صدي هجري تائين يعني 17 کان 18 صدي عيسويءَ جو آهي.

مانواري ليڪڪ هر تهه يا سطح جو تفصيلي ذڪر ڪيو آهي ته اتان ڪوٽائي دوران ڪهڙيون وٿون مليون. جاڻ لاءِ مختصراً هتي انهن جو ذڪر ڪجي ٿو:

**تهه نمبر 4:** هيءَ عربن جي دور جو تهه آهي، هتان ٿانون جا ٽٽل ٽڪرا مليا آهن، جن ۾ ڪنيون ۽ ٿوهيون خاص آهن. ٿانءَ تي گهرو ليڪو ڏيان چڪائيندڙ آهي. مٽاچري تي ابرق جا ذرا چنبڙيل آهن. ٿانون جو چٽ ٺپيل ۽ قالب ڪاريءَ وارو آهي. خاڪستري ٺڪر ٿورو ملي ٿو. روغني ٺڪر ٿورو ئي سهي پر اهم آهي، ان جو واسطو هبارين جي دور سان آهي وغيره. ڪوٽائي دوران مٽيءَ سان گڏ چار ۽ ڪوئلي جو چگهو تعداد ملي ٿو. ڪجھ اڏاوتون به ملن ٿيون. جيڪي

4 تهه (8 صدي کان 10 صدي عيسوي) مان مليل ٺڪر جو نمونو

گلڪاري ۽ ڪچين سرن جون آهن. اتان هڪ ورڪشاپ به مليو آهي، جتي ڌاتو ڳاري اوزار ٺاهيا ويندا هئا. هن تهه کي ٽن حصن ۾ ورهايو ويو آهي: (1) 4 الف، (2) 4 ب، (3) 4 ث. آخري دور يعني 4 ث مان اندازو ٿئي ٿو ته انهيءَ دور ۾ ڪا ويڙهه ٿي آهي، ان دور ۾ ڌاتوگريءَ جو عمل تيز نظر اچي ٿو.

**4 الف تهه:** هن تهه کي اُموي دؤر وارو تهه ڪري چيو ويندو آهي، جو اتان ٻي صدي هجريءَ جا سڪا مليا آهن. هڪ سڪو 120هه (738-737ع) جو مليو آهي. هتان منصور ابن جهمور الڪلبي، هشام بن عمر، عمر بن حفظ وغيره جي نالي ضربيل سڪا مليا آهن. اهي سڀ اموين ۽ عباسين طرفان مقرر ٿيل گورنر هئا. 4 الف تهه مان ملندڙ ٺڪرائو سنُو پڪل، ڳاڙهو ۽ گلابڙي رنگ جو آهي، جنهن جي مٽاچري تي ابرق جا ذرا ۽ واري لڳل آهي. ٿانو جي ڳچيءَ وٽ ڪاري، ڳاڙهي ۽ اڇي رنگ جا چٽ چٽيل آهن، جيڪي مهندسي ۽ گلن ٻوٽن جي طرزن جا آهن. ٺڪرائو پنيور جي پهرين اسلامي دور جي ٺڪر سان پيٽ ڄهڙو آهي. سيوهڻ مان ملندڙ هن دور جي ٿانون ۾ ڪُنو خاص ٿانو آهي، جنهن جا ڪَنا ويڪرا ۽ وريل آهن. ان ڪانسواءِ ڪنن ۽ بنا ڪنن جي ڪولا مليا آهن، ڪي ٿانو اهڙا به آهن، جن کي مقامي چئي نه ٿو سگهجي. اهي ميسوپوٽيميا مان گهرايا ويا آهن، جو ته انهن جي مٽاچري تي هلڪي

پوري مٽي جو ليپو ڏنل آهي. روغني ڪوزا منيين سان ملن ٿا. ڪي ٺڪرن جا ٽڪرا فيروزي رنگ سان روغن ٿيل به مليا آهن.

**4 ب تهه:** هي تهه هبارين جي عربن کان الڳ حڪومت قائم ٿيڻ/ ڪرڻ واري دور سان لاڳاپيل ڏسجي ٿو جنهن کي المنصوره سڏيو ويو آهي. تاريخ ۾ سندن چٽو دؤر ڪونه ٿو ملي. يعقوبيءَ جي چوڻ موجب آزاد هبارين پنهنجي حڪومت (855-854ع) شروع ڪئي. هن تهه مان گڏيل ۽ منجهائيندڙ ٺڪر ملي ٿو جنهن بابت تحقيق هلي پئي ٿي. چٽيل ٺڪر ساڳي نموني جو آهي، جهڙو 4 الف مان مليو هن مان مسوپوٽيما مان آيل روغني ٿانون جو تعداد وڌيل ٿو ڏسجي. فيروزي روغني (Glaze) کان سواءِ نيرا روغني ٿانو به گهٽا ملن ٿا، جيڪي پنيور ۽ المنصور مان به مليا آهن.

**4 ث:** هي تهه به هبارين جي حڪومت سان لاڳاپيل آهي، هتان هڪ سڪو مليو آهي، جيڪو عمر بن عبدالله جي نالي ضربيل آهي. هتان ملندڙ ٺڪر ۾ اڳين ٺڪرجي مقابلي ۾ خاص تبديلي نظر نه ٿي اچي، سواءِ ان جي ته ٿانءَ وچولي جسامت جا آهن. جيڪي ٺپيل ۽ قالبيل آهن. ٺڪرجي مٽاچري تي ابرق اڳ جي مقابلي ۾ وڌيڪ لڳل آهي، اڳين ٿانون تي رڳو مهندسي يا گلن قلن وارا چٽ چٽيل هئا، پر هن دور ۾ ٿانون تي پکين ۽ جانورن جا چٽ به چٽيل ملن ٿا. ٺپيل ٺڪر ڳاڙهي رنگ جو آهي، جڏهن ته ڪنن تي به چٽ ٺپيل آهن. ميسوپوٽيما مان گهرايل روغني ٺڪر ساڳيوئي آهي، جيڪو ايران ۽ عراق مان گهرايو ويندو هو.

**تهه نمبر 5:** (11 کان 13 صدي عيسوي جي شروعات): هي تهه (35.38 ميٽر تائين) قلعي جي نوادرات جو شاهڪار تهه آهي. هتان هڪ بازار ملي آهي، جنهن مان لڳي ٿو ته قلعو شهر وارن پنهنجي قبضي ۾ آندو هو. ڪيترن دڪانن جون مُهڙون ننديون ننديون گهٽين ڏي کليل ملن ٿيون. رستا پڪين سرن جا ٺهيل آهن. هي غزنوين ۽ غورين جي دور (1025-1000عيسوي) جو تهه آهي. هن دور ۾ ٺڪرائي ۾ ڪيترين ئي تبديليون نظر اچن ٿيون. ڳاڙهين ليڪن وارو




5 سطح (11 هين صدي کان اوائلي 13 هين صدي تائين) جي ٿانءَ جو نمونو

ٺڪر ايترو سٺو نہ آهي. بازار جي پهرين مرحلي ۾ ملندڙ ٺڪر تي چٽ مهندسي ۽ ٿورو گلن هوئڻ وارو مليو. پر ٻئي مرحلي جي پڇاڙيءَ ۾ اوچتو مهندسي چٽن جي جاءِ تي پکي ۽ جانورن جا چٽ جڳهہ والاريندا نظر اچن ٿا. قالبي ۽ ٺپيل ٺڪرائو گم ٿي ويو. هن دور ۾ روغني ٺڪر جيڪو ٻاهران آندو ويو هو سو هتي ٺهڻ لڳو. تنهن جو چڱو خاصو تعداد مليو ٿو. سموري ڪنيارڪي هنر تي خراساني اثر نمايان آهن.

هبارين جي سلطنت جو خاتمو محمود غزنويءَ آندو (1025ع)، جنهن جو ذڪر ابوالحسن فروحيءَ پنهنجي ڪتاب 'ديوان فروحي' ۾ ڪيو آهي. هن لکيو آهي تہ المنصوره تي حملي مهل خفيف بچي ويو. پر اهو ڪو نہ لکيو اٿس تہ خفيف سومرو هو يا هباري. بازار مان ملندڙ سڪا ڪتجي ويا آهن. پر ٻن سڪن تي نالا سڃاڻجي سگهيا آهن. هڪ تي احمد ۽ ٻئي تي عمر ضربيل آهن. هن ٿي سطح تي ضرب خاني جا آثار بہ ملن ٿا.

**تھ نمبر 5 (35.82- 35.10 Va):** هي تھ ڏسڻ سان معلوم ٿئي ٿو تہ اهو گهٽي ياڳي ويران آهي. مٽيءَ ۾ چار ۽ ڪوئلو ڳڏ مليو ٿو ڪوئلي جي گهٽائي ٻڌائي ٿي تہ هن دور ۾ بہ جنگ لڳي آهي. جنهنڪري قلعي جي والار ۾ ڪافي تبديليون ٿيل ڏسجن ٿيون. نوان دڪان ٻيهر ناهيا ويا آهن، جيڪي پڪسرا آهن. هن دور ۾ والار وچولي نظر اچي ٿي، ٺڪر اڳي کان گهٽ مليو آهي.

تھ 4 جي مقابلي ۾ هن تھ ۾ چٽيل ڳاڙهي ٺڪر جو رنگ ٿورو تبديل ٿيل ڏسجي ٿو. ڏسبو تہ تھ 5 الف جو ٺڪر ڳاڙهو، سنو پڪل ۽ ان تي ابرق جو ليپو ڏنل آهي، پر تھ نمبر 5 ب- ث ۾ ٺڪر گلابڙي رنگ ۾ تبديل ٿيو آهي. ٺڪر تي چٽ گهٽ آهن. ابرق جا ذرا بہ هاڻي ٿانو جي مٿاڇري تي گهٽ گهٽ نظر اچن ٿا. ڪارو ۽ ڀورو (brown) ٺڪر گهٽي تعداد ۾ ملي ٿو.

5 ڊ ۽ 5 ف (1220-1050ع) تھ مان اها خبر نہ ٿي پوي تہ سومرن ۽ غزنوين کان پوءِ سنڌ جي ورهاست ڪيئن ٿي. لڳي ٿو تہ سومرا لاڙ واري حصي تي قابض هئا، جڏهن تہ سيوهڻ تي هنن جو هٿ نہ رهيو، جنهنڪري سيوهڻ ۽ سيوهڻ کان مٿي ملتان تائين غزنوين ۽ غورين جو قبضو رهيو ۽ سيوهڻ سومرن ۽ غزنوين جي حد هئي. هن سطح مان جيڪي سڪا مليا آهن، اهي بہ هبارين جا يا هبارين جي دور جهڙا آهن. هتان ملندڙ ٺڪر گلابي رنگ جو آهي. جنهن جي سطح ڪجهہ کهري جنهن کي ابرق ۽ واري ملائي پچايو ويو آهي. ڀورو ۽ ڪارو ٺڪر بہ ملي ٿو پر اڳي جي مقابلي ۾ اهو کهرو آهي. ڪاري ۽ ڀوري ٺڪر کي گجرات جي ماڳ 'ڪيبي' (Cabe) مان لڌل ٺڪر سان ڀيٽي سگهجي ٿو مقامي روغني ٿانون هن سطح تي ڪافي نظر اچي ٿو اڳيئن تھ جي مقابلي ۾ ان ۾ ڪو خاص فرق نہ آهي.

**تھ نمبر 6 (دهلي سلطنت ۽ سما دور):** ابن بطوطہ (1334-1333ع) جڏهن سيوهڻ آيو هو تہ هن قلعي کي چانوٽيءَ جي صورت ۾ ڏٺو هئائين ۽ تھ نمبر 6 ۾ انهيءَ چانوٽي واري قلعي جا آثار مليا آهن. هن تھ کي

ٻن حصن ۾ ورهائي سگهجي ٿو (6 الف- 6 ب). هي ٻئي تھ دهلي سلطنت واري دور 13 ۽ 14 صدي عيسويءَ جا آهن. بازار جي ٻڌڻ کان پوءِ انهن ٿي پڪين سرن مان قلعي جا ڪي حصا جوڙيل نظر اچن ٿا. قلعي جي ايراضي ان دور ۾ ٿوري هئي، پر پنجين دور واري تھ کان ڪافي شاهوڪار. جيڪو ٺڪرائي جي گهٽائيءَ مان پسي سگهجي ٿو. ڇهين تھ جو ٻيو مرحلو (VI C- VI D) سما دور سان لاڳاپيل آهي. والار تمام چڊي آهي، ان جو اندازو بہ ملندڙ ٺڪرائي مان لڳائي سگهجي ٿو. پڪين سرن واري قلعي جي حصي جي ٻيهر مرمت ڪيل ٿي ڏسجي. مرمت سان ڳڏ لوهي شيخون وغيره بہ وڌل آهن. انهيءَ تھ ۾ (39.60m -39.30) ڏؤر جو عرصو تمام گهٽ ٿو ڏسجي. انهيءَ هنڌ تي سخت ڪارو باهہ لڳل دڙو موجود آهي، جيڪو ٻڌائي ٿو تہ انهيءَ دور ۾ بہ سخت جنگ لڳي آهي ۽ هڪ ميٽر جي اوچائيءَ تائين باهہ جا نشان ڏسي سگهجن ٿا، جنهنڪري قلعي کي سخت نقصان پيو هوندو.



سطح 6 (13 هين صدي کان 15 هين صدي عيسوي) جو ٿانءُ

**دهلي سلطنت ۽ سيوهڻ:** هن عنوان سان فاضل مصنف تاريخي انگ اکر ڏنا آهن. 1228ع ۾ التمش، ناصرالدين قباچہ کان هندستان فتح ڪيو. طبقات ناصري مطابق هن جو سڄي سنڌ تي قبضو هو. ٻارهن قلعن مان هڪ قلعو سيوستان جو بہ سندس قبضي ۾ هو. ان کان گهڻو پوءِ ناصرالدين مسعود شاهہ (1246-1242ع) دهليءَ کان پنجاب طرف ڪاهہ ڪئي ۽ سيوهڻ تائين پهتو، جتي هن قليچ خان نالي پنهنجو گورنر مقرر ڪيو.

**VI الف دؤر:** هن تھ مان دهلي سلطنت جي دور جا سڪا مليا آهن. هڪ سڪو غياث الدين بلبن جي نالي سان ضرب ٿيل آهي، ٻئي سڪي تي علاؤالدين محمد شاهہ جو نالو لکيل آهي. هن جي دور ۾ هندستان جون سرحدون وسيع هيون. هن نصرت خان نالي سپهہ سالار کي لشڪر ڏئي پنجاب ۽ سنڌ موڪليو هو. پر ترت (98-1297ع) سيوهڻ تي منگولن حملو ڪيو، جنهن ڪري مقابلي لاءِ نصرت ملتان کان سيوهڻ آيو. انهيءَ زماني ۾ سيوهڻ جو گورنر تاج الدين ڪافور هو، جنهن کي غياث الدين تغلق لاهي ملڪ شيرعلي کي گورنر مقرر ڪيو. ابن بطوطہ سيوهڻ ۾ ڪجهہ سال پوءِ آيو. 34-1333ع ۾ ابن بطوطہ ڏٺو تہ ملڪ ۾ رتوچاڻ ٿيل

هئي. ڄام انڙ سمي ملڪ رتن کي قتل ڪري ڇڏيو هو. دهليءَ کان شاهي لشڪر جو جٿو آيل هو، پر انڙ لڪي ويو. هنن قلعي جا دروازا بند ڪري ڇڏيا هئا. ان کانپوءِ فيروز شاهه جو دور آيو ته سيوهڻ سندس قبضي ۾ هو.

**6 ب تهه** (39-38): هن تهه ۾ ڪجهه پڪين سرن جون اڏاوتون ملڻ ٿيون. جيڪي بازار مٿان اڏيل، اتر طرف نظر اينديون، پر گھڻي ساڳي استعمال هيٺ رهي، اها گھڻي پوءِ جي دورن ۾ به استعمال هيٺ رهي آهي ۽ اتي ڪنهن قلعي دار جو گهر وغيره به هو. ڇهين (ب) تهه جي مٿاڇري تي ڪا نئين اڏاوت به ٿيل آهي، جيڪا پڪين سرن جي آهي. هتان ملندڙ ٺڪرائو اڪثر ڳاڙهو آهي. ٺڪر جي مٿاڇري تي ابرق جا ذرا ۽ واري چلڪندي نظر ايندي. چٽن پٽين وارو گل، جانور جو چٽ ۽ ساڳيا مهندسي چٽ، هن تهه واري ٺڪر تي به ملن ٿا. چٽ ۾ ابرق سان تلهو پٽو عام ملي ٿو. ٿانو ۾ ٿوري تبديلي اها آهي ته هن جي ڳچي سوڙهي ۽ جسامت ننڍي آهي. باقي وصفون ساڳيون اڳي دورن واريون آهن. قالبيل ٺڪر ڇهين الف واري دور کان ملي ٿو. جنهن جي مٿاڇري تي به ابرق لڳل آهي. ڪارو ۽ پورو ٺڪر به، جيڪو بازار کان شروع ٿيو هو، سو هن تهه ۾ موجود آهي. هي ٺڪر گجرات جي ڪن ماڳن سان پيٽڻ جهڙو آهي. روغني ٿانو 6 ب ۾ خاص طور ليپي ٿو، پر ان ۾ گھڻي تبديلي آيل ٿي ڏسجي. پيالن ۽ ڪوپن جي نمونن ۾ گهڻ نظر اچي ٿي. نيري سائي، پيلي روغني ٿانو ڪانسواءِ اڇو روغن وارو ٿانو به عام آهي.

**6 ث تهه:** سمن جي دور سان واسطو رکي ٿو. سمن جو سنڌ ۾ دور 1351ع کان 1520ع ڪٽيو وڃي ٿو هنن جو گھڻو تسلط لاڙ يا هيٺين سنڌ ۾ هو. ڄام تماچي (1393ع) ڪوشش ڪئي ته قلعي کي هٿ ڪجي پر دهلي جي سلطان طرفان گرفتار ٿي دهلي پهتو. مير معصوم جي لکڻ موجب هن پنهنجي پاءِ کي جاءِ نشين مقرر ڪيو. ڄام تماچي جي مرڻ کان پوءِ ڄام سڪندر کي پسند نه ڪيو ويو. تاريخ مبارڪ شاهي موجب شيخ عليءَ افغانستان مان تيمور کي لشڪر ڏئي اماڻيو، جنهنڪري سيوهڻ واسي ڄام فيروز جي جهنڊي هيٺ گڏ ٿيا. انهيءَ تهه مان هڪ سڪو دهلي سلطنت جو محمود شاهه جي نالي سان مليو آهي، جنهن تي 846هه ضربيل آهي. ڪجهه سڪا دهلي سلطنت واري تهه مان مليا آهن. انهن تي گجرات جي سلطان جو نالو ضرب ٿيل آهي. هڪ سڪو محمود بيگڙي جي نالي سان ضرب ٿيل آهي، جيڪو ڄام تغلق سمي جو پاڄ هو هن تهه مان ملندڙ ٺڪر گلابي رنگ جو ۽ سنو پڪل آهي. مٿاڇري تي ساڳيو ابرق ۽ واري جو تهه ڏنل آهي. چٽن ۾ جانور، نانگ ۽ مهندسي چٽ ملن ٿا. ٺڪر ۾ ڪا خاص تبديلي نظر نه ٿي اچي. روغني ٺڪر به ساڳيو اڳين تهن وارو، جڏهن ته ڪارو ۽ پورو ٺڪر به اهڙو ئي آهي.

**سيوهڻ- ارغون ترخان دور:** قلعي جي تباهيءَ جا آثار اتر واري ٻانهينءَ جي اوير ۾ (جنهن کي ڪوٽائيءَ دوران عاصم جو نالو ڏنو ويو) ڪاري تهه جي صورت ۾ ڏسي سگھجن ٿا. اهو سڄو پاسي جو پاسو سڙيل حالت ۾ مليو آهي. اهو حملو شاهه بيگ ارغون 22-1521ع ڌاري ڪيو هو ۽ قلعو فتح ڪري ورتو هئائين. ارغونن ۽ ترخانن جي دور بابت تاريخ معصومي اهم ماخذ آهي. جڏهن ڄام فيروز ٺٽي ۾ امن قائم ڪيو ته شاهه بيگ وڏي لشڪر سان سيوهڻ تي حملو ڪري، 1521ع ۾ قلعو تي قبضو ڪري ورتو. اتي قلعو ڪنهن ارغون حوالي ڪري، پاڻ واپس موٽي ويو. ٻيهر 1522ع ۾ موٽي آيو ۽ قلعي جو فوجي جائزو ورتائين. هن نوان ماڻهو مقرر ڪري حڪم ڪيو ته شهر جي ماڻهن کان بيگر وهائي قلعي جي مرمت ڪئي وڃي ۽ فوجين کي اهو به حڪم ڪيو ويو ته هُو پنهنجون رهائشي جايون قلعي جي اندر جوڙائين. شاهه بيگ کانپوءِ شاهه حسن ارغون جي دور ۾ همايون (1541ع) سيوهڻ جي قلعي تي حملو ڪيو. شاهه حسن قلعي بند ٿي ويٺو. همايون جي فوج ستن مهينن تائين محاصرو ڪيو. چوماسي جي برسات سبب همايون کي موٽڻو پيو. شاهه حسن وري ٻن مهينن کان پوءِ قلعي جو دورو ڪري ان جي مرمت ڪرائي. مرزا عيسيٰ (1554ع) جي تخت نشين ٿيڻ کان پوءِ ارغونن ۽ ترخانن جي وچ ۾ سيوهڻ جي قلعي جي قبضي تي ڪيترين چڪرين لڳيون، پر 1555ع ۾ نيٺ عيسيٰ خان قبضيدار ٿي ويو. 63-1562ع تائين مرزا باقي، عيسيٰ خان جو پٽ سيوهڻ جو جاگيردار مقرر ٿيو. پر ڪيس ڇهن ستن مهينن تائين ارغونن جي بغاوتن سان منهن ڏيڻو پيو. سيوهڻ جو قلعو ايستائين ترخانن جي هٿ هيٺ رهيو. جيستر (1588ع) مغل نواب محمد بن صادق حملو ڪري هن شاهي قلعي جو هڪ حصو ڊاهي وڌو. 1591ع ۾ مير معصوم مغلن سان گڏجي سيوهڻ تي حملو ڪيو ۽ آخرجاني بيگ اهو قلعو خان خانان عبدالرحيم جي حوالي ڪيو، جيڪو اڪبر طرفان سنڌ کي فتح ڪرڻ لاءِ موڪليو ويو هو.

**تهه نمبر 7** ۾ والار چڊي نظر اچي ٿي (36.60م / 38.3). هتان ٺڪرائو گهٽ تعداد ۾ مليو آهي. مٿي سان گڏ چار ۽ ڪوئلي جا ڍڳ مليا آهن. انهن جي مٿان تباهه ٿيل ڪارو تهه آهي. پراڻيون اڏاوتون ڊٺل مليون. ڪجهه نيون اڏاوتون پڪ سريون ملن ٿيون. آخر ۾ جيڪي مٽيءَ جو تهه مليو قلعي ۾ ڏاتوگيريءَ جي ڪم جا آثار ملن ٿا.



**تهه نمبر 8** جي شروعات ۾ روغني ٿانو جيئن پوءِ ٿيڻ خراب ٿيندو نظر ايندو ۽ آخر ۾ ته بنهه کهرو ٿي ويو آهي. ٺڪر گهڻو ڪري ڳاڙهو، ابرق ۽

واري جي ليپي سان پچايل آهي. هتان بهترين ٺڪرائو، قالبي ڳاڙهو ٿانو آهي، جنهن ۾ قالبي بوتلون ۽ پاٽيون/ ٿالهيون خاص آهن، جيڪي نفيس ۽ ابرق جي چلڪندڙ مٿاڇري سان سنواريل آهن. روغني ٿانو جي حالت سٺي ڪا نہ آهي. ٿانون جي مٿان سادو اڇڙي رنگ جو روغن ڏنل آهي.



**سيوهڻ جو قلعو (17 صديءَ کان اوائلي 18 صديءَ تائين) :** جڏهن مغلن سيوهڻ جو قلعو (1592ع ۾) فتح ڪيو، تڏهن قلعو وڏي اهميت وارو هو. ان جو ذڪر مغل دور جي دستاويزن مان بوي ٿو خاص طور تي اڪبرنامي ۽ آئين اڪبريءَ ۾ هن قلعي جو ذڪر اهم ۽ مضبوط قلعي طور ڪيو ويو آهي. يوسف ميرڪ ڪتاب 'مظهر شاهجهانيءَ' ۾ قلعي بابت لکيو آهي، پر قلعو شايد پنهنجي اهميت جهانگير (1627-1605ع) جي وقت ۾ وڃائي ويٺو 1593ع ڌاري سيوهڻ ۾ اڪبر بادشاهہ طرفان بختيار بيگ گورنر بہ مقرر ڪيو ويو هو سترهين صديءَ جي



سيوهڻ: ڳاڙهي چِٽيل ٿانءَ جو نمونو

مغلن جي انتظامي حڪمت عمليءَ بابت يوسف ميرڪ جو ڪتاب 'مظهر شاهجهاني' بهترين دستاويز آهي، جيڪو پاڻ بہ سيوهڻ ۾ رهندو هو. انهيءَ دور ۾ گورنر تڪڙا مٽبا رهيا، جنهنڪري مقامي قبيلا سخت مشڪل حالتن هيٺ رهيا. قلعي ڏي ڪنهن بہ گورنر جو ڌيان نہ رهيو، جنهنڪري هيٺين شهر واري قلعي جي پٽ زبون ٿي ڪري پئي. يوسف ميرڪ لکيو تہ "سيوهڻ هڪ پراڻي قلعي جو نالو آهي، جيڪو هڪ مٿانهين دڙي تي اڏيل آهي، هن قلعي سان 11 پرڳڻا ڳنڍيل آهن." قلعي جي ضعيف حالت ٻڌائي ٿي تہ قلعو هن دور ۾ تباهہ ٿيو هوندو. پوءِ جا مغل گورنر جيڪي (1657ع کان) 18 صدي عيسويءَ تائين حڪمران ٿي آيا، انهن جا نالا علي شير قانع ڏنا آهن. هن آخري مغل گورنر جو نالو



سيوهڻ: درآمد ڪيل ۽ روغني ٿانءَ

ارشاد خان ڏسيو آهي، جيڪو نادر شاهہ کان اڳ 1702ع ۾ مغلن طرفان مقرر ڪيو ويو هو. ان کان پوءِ ميان نور محمد ڪلهوڙي کي گورنري ملي.

**تهہ نمبر 8:** توڙي جو هي تهہ تمام گهڻو ڪريل ۽ تباهہ ٿيل آهي، پر پوءِ بہ ٻين تهن جي نسبت چڱو احوال ڏيڻ جي قابل آهي. هتان مغل گورنر جي رهائش جي جاءِ جا آثار مليا آهن. لڳي ٿو هن دور کان قلعو بلڪل ئي تباهہ ٿيو. قلعي جا ڪيترا حصا والار هيٺ ئي ڪونہ ٿا نظر اچن. هن تهہ جي شروع ٿيڻ سان ئي مٿيءَ سان گڏ چار ۽ ڪوئلو مليو ٿو والار جي هن تهہ (VIII الف) جي آخر ۾ باهہ لڳڻ جا نشان ڪچين اڏاوتن جي پٽين تي نظر اچن ٿا. مٿينءَ تهہ (VIII ب- 41.91 - 41.20 ميٽر) ۾ ڏنو ويو تہ آبادي تمام چِڙي آهي. ڏاتوگيريءَ جو ڪم ڏاتو ڳارڻ جي ڀٽين ۽ ڏاتن جي مَرڪبُ سبب ڪنهن حد تائين هلندڙ هو، پر پوءِ هڪدم گم ٿي ويو. والار جو آخري تهہ تباهہ ٿيل (سطح 8 ٺ ۽ 8 د) مليو آهي. پر ڪاڏ سبب سڃاڃي نہ ٿو سگهجي. هن پوئين سطح مان ملندڙ ٿانءَ

گھٽو ڪري ڪاڌي پيتي جا آهن، جن تي ڳاڙهو چٽ چٽيل آهي.

تهه-7 ۾ ڪجهه نفيس قالبي ڳاڙهي ٺڪر جا ٿانو مليا هئا، پر ڪاري ۾ پوري رنگ جو ٿانءُ ناپيد هو ۽ هتي به ناپيد آهي. هڪ - رنگا روغني ٿانو ملن ٿا، ڪجهه روغني ڪاشيءَ جون سرون به گورنر جي گهر ۾ وهنجڻ جي جاءِ وٽان مليون آهن.

8 **الف** تهه مان نفيس ۽ ڳاڙهو ٺڪر مليو آهي، جيڪو وچولي ڪوالٽيءَ جو آهي، پر 8 ب تهه تائين پهچندي اهو پنهنجي نفاست وڃائي ڪجهه کهرو ٿي پيو. هن تهه مان ملندڙ ٺڪر تي بيا نقش نه آهن پر جانورن ۽ پکين جا نقش بلڪل ڪو نه ٿا ملن.

هن دور ۾ ٿانو تي لڳل ڪنا ۽ منيا وڏا آهن. ٿانون ۾ ڪاڌي پيتي جا ٿانو، ڪنا، لوٽا وغيره ملن ٿا. قالبي ٿانون ۾ پاٽيءَ جون ناديون، مٽ خاص آهن، جيڪي هن دور ۾ وافر انداز ۾ ملن ٿا، جن جي سطح تي به ابرق ۽ واري جو لپيو ڏنل آهي. روغني ٿانءُ سنو ۽ نفيس به ملي ٿو ته کهرو ۽ ڪريل به آهي.

سيوهڻ جو قلعو سنڌ ۾ واحد ماڳ آهي، جنهن ۾ اسلامي دور جي ڪنيارڪي ڪم جي درجي بندي بنا ڪنهن خال جي ملي ٿي. ٻيءَ صدي هجري يا 8 صدي عيسويءَ کان 12 صدي هجري يا 18 صدي عيسويءَ تائين جو ڪنيارڪو ڪم محفوظ آهي.

ڪنيارڪي ڪم جي هڪ تاريخ هتي دفن آهي. هتان ئي پتو پوي ٿو ته هزار سالن ۾ سنڌ جي ڪنيارڪي ڪم ۾ ڪهڙيون جدتون آيون. ڪهڙي نواڻ آئي، ڪهڙو چٽ ڪهڙي دور ۾ وڌيو ويجهو يا ڪهڙو نمونو ڪهڙي دور ۾ ختم ٿي ويو.

ان ڪانسواءِ اسلامي سڄو دور جيڪو برصغير ۾ گذريو آهي، يعني اسلامي دور جي هڪ هزارن سالن جي تاريخ جا خال هتان پر ٿي سگهن ٿا. اسلامي دور جا ائين تهه نهايت پرپور آهن. ڪٿي به ڪو خال ڪو نه آهي. ٺڪر ڪانسواءِ سڪا، اڏاوتون ۽ صنعتي اهڃاڻ به هتي موجود آهن.

ٿي سگهي ٿو ته سڪندراعظم جي دور وارو قلعو به هتي ئي ڪنهن ڪنڊ سان هجي، جنهن کي ڳولي سگهجي ٿو پر حاڪم علي شاهه بخاريءَ جي تحقيق موجب:

(1) هن وقت موجود/ ڏسڻ ۾ ايندڙ قلعو سڪندر يونانيءَ جي وقت جو نه آهي.

(2) قلعي جي هيٺان والار باختري- يوناني (Graeco Bactrain) دور جي آهي جيڪا بنهه پاٽيءَ ۾ بدل آهي.

(3) قلعي جا آثار جيترا زمين جي سطح کان هيٺ آهن، ذري گهٽ اوترائي مٿي به آهن.

(4) هيو مليل قلعو راءِ گهراڻي جي دور جو آهي.

(5) قلعي واري هنڌ تي آخري آثار ورلي، پر ڪلهوڙا دور جا به آهن.

سيوهڻ جي قلعي جي کوٽائي ڪيل، انهن جي ماپ ۽ دورن جو وچور :

| سطح | | تهبندي (ميٽرن ۾) | دور |
|---|---|---|---|
| VIII | مٿاچرو | 45.75 /43.10 | --- |
| | د | 43.10 / 42.50 | 12 صدي هه / 18 صدي ع |
| | ث | 42.50 / 42.0 | --- |
| | ب | 41.90 / 41.20 | 11 صدي هه / 17 صدي ع |
| | الف | 41.20 / 40.90 | 10 صدي هه/1592ع کانپوءِ |
| VII | ث | 40.90 / 40.20 | 10 صدي هه / 16 صدي ع |
| | ب | 40.41 / 40.00 | --- |
| | الف | 40.00 /39.60 | 928 هه / 22-1521ع |
| VI | د | 39.60 / 39.30 | 9 صدي هه / 15 صدي ع |
| | ث | 39.35 / 38.80 | --- |
| | ب | 39.00 / 38.40 | --- |
| | الف | 38.50 / 37.75 | 7 صدي هه / 13 صدي ع |
| V | ف | 38.13 / 37.25 | 7 صدي هه جو اوائل / 13 صدي ع |
| | ق | 37.62 / 36.80 | 6 صدي هه / 12 صدي ع |
| | د | 37.10 / 36.36 | 5 صدي هه جو پڇاڙ / 12 صدي ع |
| | ث | 36.52 / 35.92 | 416-441 هه / 1025-1050ع |
| | ب | 36.17 / 35.57 | --- |
| | الف | 35.82 / 35.10 | 5 صدي هه اوائل / 11 صدي ع |
| IV | ث | 35.00 / 34.13 | 4 صدي هه / 10 صدي ع |
| | ب | 34.13 / 32.67 | 3 صدي هه / 9 صدي ع |
| | الف | 32.67 / 30.50 | 93 هه کان پوءِ / 12-711 ع |

**سيوي:** هن قديم شهر جو پراڻو نالو سويس هو ۽ انهيءَ کان اڳ هن کي ’ڪاڪا راڄ‘ چوندا هئا. هي قديم آثار سڪر ۾ واقع آهن. سيوي بکر (موجوده سکر) ۽ سيتپور جي وچ وارو علائقو آهي، جنهن کي بارڪان (ٻاڳ، ناڙي) به چوندا آهن. هنن آثارن تي علائقي جي ڪري نالو پيو. سيويءَ کان اتر طرف هڪ گنبذ ڏسڻ ۾ ايندو، جنهن کي سنڌيءَ ۾ ’مارو ڪير‘ چوندا آهن. ان جاءِ تي پهچبو ته، اهو ڏسڻ ۾ نه ايندو. ’تاريخ معصوميءَ‘ ۾ آيل آهي ته: ”هڪ پيري سلطان محمود بکري ٻه-ٽي هزار ماڻهو گڏ ڪري، هٽ هٽ ۾ ڏئي انهيءَ ٺڪر تي ويو، پر ڪجهه به ڏسڻ

۾ نہ آيس." مقامي ماڻهن جو چوڻ آهي تہ هي هڪ طلسم آهي، جيڪو قديم زماني ۾ ٺاهيو ويو هو ۽ انهيءَ ۾ خزانو دفن ٿيل آهي. هڪ دفعي هڪ درويش اتي پهچي، اتان ڪجهہ هٽ ڪري آيو هو. جنهن ڪانپوءِ ڪيترا ماڻهو اها اميد رکي اوڏانهن ويا، پر ڪجهہ بہ نہ لڌائون. سيويءَ جو قلعو هڪ ٽڪريءَ جي دامن ۾ آهي، جنهن جا سڀ پٿر لسا ۽ گول آهن. زمين کي کوٽڻ سان بہ اهڙائي پٿر ظاهر ٿين ٿا.

تاريخدان لکن ٿا تہ سيويءَ جي پسگردائيءَ ۾ وونئڻ، هيرڻ جي وڻ جيڏو ٿيندو هو. جنهن تي ماڻهو چڙهي ڪپهہ چونڊيندا هئا. هتي نانگ، بلائون تمام گهڻي مقدار ۾ آهن. جيڪي اٽڪل سؤ ڪان بہ سؤ گرانٿن جيترين ٿين. سيويءَ جي هيٺين پاسي ڪان هڪ واهڙ وهي ٿو، جنهن جو لنگهہ گندرف جي پاڻيءَ مٿان معلوم ٿئي ٿو. هن پاڻيءَ ۾ زهريلو مادو ملي وڃڻ ڪري پاڻي پيئڻ لاءِ نقصانڪار آهي. اڪبر بادشاهہ جي زماني ۾ ٻوڏ آئي، جيڪا انهن چشمن کي وهائي وئي. اهو چشمي جو پاڻي پنجاهہ ڪوهن جو مفاصلو طئي ڪري، سرواهہ جي سرزمين تي گڏ ٿئي ٿو ۽ اُتي پوک جي ڪم اچي ٿو.

سيويءَ جي پسگردائيءَ ويجهو گنجابہ جي ٽڪرن ۾ هڪ طلسمات آهي. هتي هڪ ٽڪريءَ جو دامن گيلريءَ وانگيان اڳتي وڌيل آهي، جتي هڪ لوهي پنجرو لٽڪيل آهي.

روايت آهي تہ انهيءَ ۾ ڪجهہ رکيل آهي، جنهن کي ڪنهن جو بہ هٿ پهچي نٿو سگهي، جيڪڏهن جبل جي مٿان چڙهي رسو لڙڪائي ڪو ماڻهو اتي پهچي ٿو تہ اهو پڃرو اُتان هٽي وڃي ٿو ۽ جيڪڏهن هيٺان کان وڃجي ٿو تہ بہ نٿو ملي. جبل جي اها چوٽي لسي ۽ زمين ڪان تمام مٿاهين آهي. سيويءَ ۽ گنجابہ جي زمين نقشي مطابق، سيتپور ۽ درياءَ جي ڪناري ڪان جبل جي قطار، سيويءَ گنجابہ ۽ پاٽ تائين ۽ اتان اڌ گول ناهي وري درياهہ جي ڪناري تائين پهچي ٿي. وچ ۾ سڄو ميداني ۽ بريٽ وارو علائقو آهي، جنهن منجهان قنڌار وڃڻ جو رستو نڪري ٿو. درياهہ ڪان سيوي تائين واري علائقي جي ڊيگهہ 100 ڪوهہ ۽ ويڪر 60 ڪوهہ آهي. اونهاري جي موسم ۾ هتي سخت جهولو لڳي ٿو جيڪو چئن مهينن تائين لڳ ساڙيندو آهي.

**سيوي در**: هي شڪارپور جي قلعي (شهرپناهہ) جي اٺن دروازن مان هڪ دروازو هو هي دروازو شهر جي گوشت مارڪيٽ لڳ ٽانگا اسٽئنڊ جي اڳيان موجود آهي. هتان جيڪب آباد ڪان سبيءَ ڏانهن رستو ويندو هو جتان ڪوئٽا، بولان لڪ، قنڌار ۽ ايران ڏانهن رستو ويندو هو سبيءَ ڏانهن رستو وڃڻ سبب هن دروازي تي 'سيويدر' نالو پيو

**سيهڙ (ذات)**: ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ، 'جامع سنڌي لغات' ۾ سرائي ذات جا جيڪي پاڙا لکيا آهن، تن مان هڪڙي پاڙي جو نالو 'سيهڙ' ڄاڻايل آهي. ايس. صادق عليءَ پڻ هن ذات جي باري ۾ ساڳيو رايو پيش ڪيو آهي. هڪ روايت موجب سيهڙ پنجاب ڪان لڏي آيل سرائي جتن جو هڪ پاڙو آهن، جيڪي هن وقت هڪ ذات طور سڃاتا وڃن ٿا. هنن جو اصل مسڪن، پنجاب جي ليا وارو علائقي آهي، جتي هن ذات جا سردار جهانگير خان ۽ شهاب الدين خان رهن ٿا. عربي ڪتابن ۾ اٺ سوارن کي الاساوره (سوڙهہ) لکيو ويو آهي ۽ اهي ملتان جي سرائيڪي پٽي ۾ رهجي ويا، جتان اهي ڪلهوڙن ۽ ٽالپرن سان گڏجي سنڌ ۾ آيا، جن پاڻ کي 'سيهڙ' سڏايو ۽ هن ذات وارا ڪن جاين تي سرائيڪي تہ ڪن هنڌن تي سنڌي ڳالهائين ٿا.

ڪتاب 'تاريخ ليہ' جي لکڻ مطابق لفظ سيهڙ دراصل 'سلهريہ' آهي. راجا سال جي پٽ 'سڪت' پنهنجي پيءُ جي نالي سان ڳوٺ 'سلهريہ' ٻڌايو هو. ان ڳوٺ ۾ رهندڙن پاڻ کي 'سليهر ۽ سلهريہ' سڏايو جيڪو لفظ بعد ۾ ڦري 'سيهڙ' ٿيو.

**سيهڙو (لوڪ گيت)**: هيءَ مزاحيہ لوڪ گيت ٿرپارڪر واري علائقي ۾ چيو ويندو آهي. ٿري محاوري ۾ 'جاهي' کي سيهڙو چئجي، هن گيت ۾ 'جاهو' ميلي تي وڃڻ لاءِ سنيري ٿو ۽ ڪيس اتان ڪن شين آڻڻ لاءِ چيو وڃي ٿو. ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ پنهنجي ڪتاب 'لوڪ گيت' ۾ لکي ٿو تہ: ڪنهن ڇوڪريءَ جو عاشق پهريون دفعو ڳوٺ ڪان ٻاهر وڃي ٿو ۽ ڇوڪري سندس نالي ظاهر ڪرڻ بدران ڪيس 'جاهو' ڪوٺي تمثيلي طرح مخاطب ٿئي ٿي ۽ اتان چُني، چوڙي ۽ چولي وغيره آڻڻ جي تاڪيد ڪري ٿي، جيئن تہ هو رستي جو اڻ سونهون آهي. ان ڪري ڪيس واٽ نہ ڀلجڻ ۽ جلدي موٽي اچڻ لاءِ بہ چئي ٿي. هن لوڪ گيت جو نمونو هيٺ ڏجي ٿو:

سيهڙا! تون ميڙي ملاڪڙي جائي، ڙي سيهڙا،
سيهڙا! تون چقمق چنڙي لائي، ڙي سيهڙا،
سيهڙا! تون سيهڙي نان سمجهائي، ڙي سيهڙا!
سيهڙا! تون پوپٽ پنڙا لائي، ڙي سيهڙا!
سيهڙا! تون چندن چوڙلو لائي، ڙي سيهڙا!

**سيئري**: سيئري، ڪاري (سمنڊ) جي مڇيءَ جو هڪ قسم آهي. هن مڇيءَ کي چلر ٿيندا آهن ۽ هن مڇيءَ جي ڊيگهہ اٽڪل چئن فوٽن تائين ٿيندي آهي. هن مڇيءَ کي سيئر مڇي ۽ رانوس مڇي بہ چوندا آهن.

**سيئوڪڙي**: هيءَ هڪ بيماري آهي، جيڪا چاپاڪي وانگر اوچتي ٿيندي آهي. هن بيماري سبب بدن ۾ تمام گهڻي خارش ٿيندي ۽ دل ڪچي ٿيندي آهي، جنهن سبب مريض جسم کنهي کنهي ڳاڙهو ڪري ڇڏي. هن بيماري ۾ اگر الٽي پاڻهي نہ ٿئي تہ ڪاڪڙي ۾ هٿ وجهي ڪرائي ويندي آهي. الٽيءَ ٿيڻ ڪان پوءِ دل تان بار هلڪو ٿئي ٿو. مريض کي اوني گرم ڪپڙي ۾ ويڙهي سمهاريو ويندو آهي، جو ڪيس سيءُ تمام گهڻو لڳندو آهي ۽ مريض ڏڪڻ لڳندو آهي. حڪيم هن مرض واري مريض کي ڊاماسو (هونو) پاڻيءَ ۾ ڪاڙهي، ان ۾ وهنجارڻ لاءِ چوندا آهن.





نالو : صاحب خان ميراڻي

ولد : بهادر علي

ادبي نالو : سورھ ميراڻي

جنم : 08.04.1975

جنم هنڌ : ڳوٺ ڪيڙو، تعلقہ رتوديرو، ضلعو لاڙڪاڻو.

حال ائڊريس : غريب آباد محلہ، نئون ديرو. تعلقو رتوديرو.

تعليم : M.A سنڌي

ڪرت : اسسٽنٽ سب انسپيڪٽر آف سنڌ پوليس

## اڻ ڇپيل ڪتاب

ڌرتيءَ جا رکوالا (ٻارن لاءِ ناول) 1990ع

سائر سهس ڳجن (شاعري) 2021ع

برھ منجهارا بوند (شاعري) 2022ع

صاحبِ ديوان سنڌي شاعر (تحقيق) اڻ مڪمل


موبائل نمبر : 3919786 – 0344

3404488 – 0300

اي ميل : sahibkhanmirani0@gmail.com

# آ

**آخوند محمد صالح پيٽي لائبريري دادو:** هن لائبريريءَ جو قيام سال 1974ع ۾ سنڌ جي برک عالم آخوند محمد صالح پيٽي سيتائيءَ جي نالي سيتا ڳوٺ ۾ عمل ۾ آيو.

سندس وفات بعد هن جو قائم ڪيل سمورو ڪتبخانو هزارين ڪتابن تي مشتمل هو، جيڪو سندس ننڍي ڀاءُ آخوند محمد دائود پيٽي سيتائيءَ جي ملڪيت بڻيو. آخوند محمد دائود سمورا ڪتاب پنهنجي گهر جي زينت بڻايا ۽ انهن مان لاڀ حاصل ڪيو. پوءِ آخوند محمد دائود جي زندگيءَ ۾ ئي سندس گهر جو ڪافي الهه تلهه، قيمتي سامان ۽ اناج ان سان گڏ ضخيم، ناياب ڪتاب، ڪجهه قلمي نسخا نذر آتش ٿي ويا. هن جي وفات ڪانپوءِ سندس خاندان جي فرد ناميارا شاعر بشير سيتائيءَ باقي رهيل ڪتاب، جن جو تعداد ٻن ٽن سؤن تي مشتمل هو، پنهنجي تحويل ۾ ورتا ۽ 1974ع ۾ 'آخوند محمد صالح پيٽي سيتائي ميموريل لائبريريءَ' جي نالي سان سيتا ۾ لائبريري قائم ڪري، ڪتابن جي سهيڙ ۽ سنڀال شروع ڪيائين ۽ ان ۾ مسلسل اضافو ڪندو رهيو آهي. 1989ع ۾ بشير سيتائي، سيتا ڳوٺ مان لڏي دادو شهر ۾ مڪمل رهائش اختيار ڪئي. ڪتابن جو سمورو ذخيرو پنهنجي ڳوٺ مان آڻي، ساڳئي نالي سان دادو ۾ لائبريري قائم ڪئي. هن لائبريريءَ ۾ عربي ڪتابن جو ذخيرو تمام گهٽ آهي. پر فارسي ٻوليءَ جا بهترين، چونڊ ۽ ضخيم ڪتاب هزار کن موجود آهن، جن ۾ اعليٰ قسم جون لغتون، فارسيءَ کان فارسيءَ، فارسيءَ کان اردو، فارسيءَ کان انگريزي ۽ فارسيءَ کان سنڌيءَ ۾ ڪيترن ئي جلدن تي مشتمل آهن. ساڳئي وقت فارسيءَ کان فارسيءَ ۾ ٽن جلدن تي مشتمل هڪ انسائيڪلوپيڊيا به آهي، جا ايران ۾ ڇپي آهي. ساڳيءَ ريت انگريزي زبان ۾ هڪ هزار کان مٿي ڪتاب موجود آهن.

هن لائبريريءَ ۾ موجود ڪتابن جو ڪل تعداد پنج هزار کن ٿيندو.

**آري پير بهڻ جو مقبرو:** آري پير بهڻ جو مقبرو تعلقي گمبٽ، ضلعي خيرپورميرس ۾ جامڙن جي مقبرن مان هڪ آهي. هي مقبرا ديهه جامڙا، آگرا روڊ تي آهن. پير بهڻ جو مقبرو هتي موجود مقبرن ۾ مکيه حيثيت رکي ٿو. هتي مدفون بزرگ لاءِ مشهور آهي ته هي غوث پاڪ ملتان واري کي کير ميسر ڪري ڏيندڙ ويجهي مريد پير پنير شاهه جو صحبتي ۽ پوئلڳ هو. درگاهه جي سنڀال هن وقت ابراهيم جامڙو ڪري رهيو آهي.

مقبرو مٿانهين دڙي تي آهي ۽ پر ۾ ٿوري پنڌ تي ٻين بزرگن جا مقبرا، قبرستان جون مزارون آهن. مقبري جو نمونو پير پنير شاهه جي مقبري سان گهڻو ملندڙ جلندڙ آهي. اڳڻ ننڍيءَ پٽ جو احاطو ڊٺي ٺاهيو ويو آهي. اڳڻ جي پڪين سرن سان فرشبندي ڪيل آهي. مهاڙيءَ ۾ ونگائين لنگهه ۾ چوڪاٺي ۾ ڪاٺ جو دروازو لڳل آهي. ٻنهي پاسن کان



ڪالم ڪيڏي نمائشي جارا ٺاهيا ويا آهن. پاسن کان پڻ ديوارن تي ساڳئي قسم جو نمونو ٺهيل آهي. ڇت تي وڏو ائڪندو گچ ٺاهي، ان تي گول گنبذ رکيو ويو آهي. مقبري کي پيڙهه کان مٿي تائين سفيد رنگ ڪيل آهي، گنبذ جو رنگ سائو آهي. مهاڙيءَ ۾ ٻنهي ڪنڊن تي نيلن ڪانسواءِ گچ ۽ ڪنڊن تي نيلون هنيون ويون آهن. مقبري جي سنڀال چڱي ٿيل آهي. اندر سائي ٿلهي تي قطار ۾ قبرون آهن. مقبري تي معتقد حاضري ڀريندا رهن ٿا.

**'آزاد' قربان فقير لنجواڻي:** استاد، شاعر ۽ لطيف جي راڳي فقير قربان 'آزاد' لنجواڻيءَ 5 مارچ 1938ع تي تعلقي هالا جي ڳوٺ کيهر فقير لنجواڻيءَ ۾ فقير مير محمد 'ميري فقير' جي گهر جنم ورتو. هو سنڌي فائينل پاس ڪري پرائمري استاد بڻيو. هن 17 سالن جي عمر کان شاعري شروع ڪئي. غزل، وائي، ڪافي، نوحا، مرثيه، قصيدا ۽ ٽيهه اکريون لکيون اٿس. شعر ۾ سندس رهنمائي نور حسين شاهه بخاري ۽ سندس فرزند خيرات حسين شاهه خيرپور واري ڪئي.



مخدوم طالب المولیٰ، مخدوم امين فهيم، انور هالائي ۽ انيس هالائي سندس همعصر ۽ دوست رهيا. 1983ع ۾ رٽائر ڪيائين. بعد ۾ هن سمورو عرصو پنهنجي ننڍپڻ واري مشغلي، لطيفي راڳ ۾ گذاريو. پنهنجي والد ميري فقير سان گڏ پٽ ڌڻيءَ جي درگاهه تي راڳ ڳائيندو هو. راڳ جي سکيا بعد تنبورو سنڀاليائين ۽ عمر جي آخري حصي تائين شاهه لطيف جا بيت ۽ وايون ڳائيندو رهيو. فقير قربان 'آزاد' سنڌ

کان علاوه آمريڪا، فرانس، روس ۽ انگلينڊ سميت ٻين ملڪن ۾ به لطيفي راڳ پيش ڪيو. ايران ۽ عراق ۾ زيارتون ڪيائين.

فقير قربان کي ۾ پيرا 'لطيف ايوارڊ' به مليو. ڪيس ثقافت کاتي سنڌ پاران لائيف اچيومنٽ ايوارڊ پڻ مليو. ان ڪانسواءِ سنڌس نالو صدارتي تمغه امتياز (2003ع) لاءِ پڻ نامزد ٿيو. هن 24 فيبروري 2004ع تي وفات ڪئي. سنڌس تصنيفن جو تفصيل هن ريت آهي:
(1) سلسلهٔ فرياد (1964ع)، (2) فرياد (1986ع)، (3) گلستان فرياد (1988ع)، (4) هم شڪل پيمبر (1994ع)، (5) مرثيه جناب رباب سلام عليها (1998ع)، (6)، شبستان ماتم (سرائيڪي ۽ اردو: 2004ع). ان ڪانسواءِ سنڌس 'ديوان آزاد' پڻ ڇپائيءَ جي انتظار ۾ آهي. قربان فقير مزاحيه شاعري پڻ ڪئي هئي.

**آس جا ڏيئا** (ڪتاب): هي ڪتاب نامياري شاعر جبار 'تاثير' سومري جو شعري مجموعو آهي جنهن ۾ سنڌس غزل، وايون، چوسٽا ۽ نثري نظم شامل آهن. هن ڪتاب بابت عبدالغفار تبسم، حفيظ ڪنڀر، ستار سومري ۽ سليم ڀُٽي لطيفيءَ جا تاثرات پڻ ابتدائي صفحن ۾ شامل ڪيا ويا آهن. ڪتاب جي ارپنا هن پنهنجي مامي ۽ مشهور شاعر 'اسحاق راهيءَ' جي نالي ڪئي آهي، جنهن سنڌس شاعريءَ ۾ رهنمائي ڪئي هئي.




ڊيمي سائيز جي 144 صفحن تي مشتمل هي ڪتاب، 2013ع ۾ پبلشر سعيد سومري، ڪنول پبليڪيشن قنبر پاران ڇپائي پڌرو ڪيو آهي، جنهن جي قيمت 200 روپيا آهي.

**آسيه، بيبي**: فرعون جي زال، بيبي آسيه بنت مزاحم اها پاڪ خاتون هئي، جنهن حضرت موسيٰ عليه السلام جي پرورش ڪئي. قرآن مجيد ۾ ڪيس 'اِمرات فرعون' جي نالي سان ڪوٺيو ويو آهي. تحريم سورت جي يارهين آيت ۾ آيو آهي ته: "۽ مسلمانن لاءِ خدا تعاليٰ فرعون جي زال جو مثال ڏئي ٿو ته اُن دعا گهري ته اي منهنجا خدا منهنجي لاءِ بهشت ۾ پاڻ وٽ گهر ناهه ۽ مون کي فرعون ۽ ان جي ڪردار کان آجو ڪر ۽ مون کي ظالم ماڻهن کان نجات ڏي." بيبي آسيه انهن چئن جليل القدر عورتن مان آهي، جن جو ذڪر قرآن مجيد ۾ آيو آهي، انهن ۾: حضرت بيبي مريم، حضرت بيبي خديجه، حضرت بيبي فاطمه ۽ حضرت بيبي آسيه شامل آهن. نبي ڪريم صلي الله عليه وسلم جن فرمايو ته جنتي عورتن مان سڀ کان فضيلت واريون "خديجه، فاطمه، مريم ۽ آسيه" آهن. بيبي آسيه وڏي پارسا ۽ خدا پرست عورت هئي ۽ حضرت موسيٰ عليه السلام جي شريعت جي تابعدار هئي. فرعون جي ماڻهن کي حضرت موسيٰ جي قتل کان هن ئي روڪيو هو. فرعون کي جڏهن آسيه جي ايمان جي خبر پئي، تڏهن ڪيس طرحين طرحين اذيتون ڏيڻ لڳو. بيهقيءَ پنهنجي ڪتاب 'شعب الايمان' ۾ حضرت سلمانؓ کان روايت آندي آهي ته بيبي آسيه کي نتهڻ اُس ۾ بيهاري ايذايو ويندو هو. جڏهن فرعون جا ماڻهو ايذاءِ ڏيئي آسيه کان پري ٿيندا هئا ته فرشتا مٿس پنهنجي پرن سان ڇانو ڪندا هئا ۽ ڪيس ان وقت جنت ۾ پنهنجو گهر نظر ايندو هو. مسلمان مفسرن جو چوڻ آهي ته جنهن عورت حضرت موسيٰؑ کي درياهه مان ڪڍي پاليو هو، سا حضرت بيبي آسيه هئي.

**آصف چارڻ**: سنڌ جي ناليواري فنڪار آصف علي ولد غلام شبير چارڻ جو جنم 08 جنوري 1984ع تي دادو شهر جي غريب آباد محلي ۾ ٿيو. هن ابتدائي تعليم دادوءَ مان، مئٽرڪ هاءِ اسڪول دادوءَ مان، انٽر ۽ بي.اي جا امتحان استاد بخاري ڊگري ڪاليج دادوءَ مان پاس ڪيا. هن راڳ جي بنيادي سکيا سنڌ جي ناليواري فنڪار استاد سينگار علي سليم کان حاصل ڪئي ۽ ان جي وفات بعد باقي سکيا ناليواري فنڪار حنيف لاشاريءَ کان ورتائين.



آصف چارڻ فن جي دنيا ۾ 1993ع ۾ پير پاتو. هن پنهنجي استاد سينگار علي سليم جي وفات بعد سنڌس نالي پنيان سيوهڻ شهر ۾ قلندر لعل شهباز درگاهه جي سامهون هڪ ميوزيڪل اڪيڊميءَ جو بنياد وڌو، جنهن اڪيڊميءَ ۾ ڪيترا شاگرد راڳ جي سکيا وٺي رهيا آهن. آصف چارڻ جا 60 کان وڌيڪ آڊيو ۽ وڊيو البم رليز ٿي چڪا آهن. سنڌس ڳايل ڪيترا گيت مختلف سنڌي چئنلن تان نشر ٿيندا رهن ٿا. سنڌس ڳايل مشهور گيتن ۾ 'دردن دل آزاري سائين' ۽ 'ڪڏهن تنهنجي وارن سنڌي رات ٿيندي' وغيره شامل آهن. آصف چارڻ پي.ٽي.وي کان سواءِ شاهه لطيف ڀٽائي، سچل سرمست ۽ قلندر شهباز جي درگاهن تي ڳائي خوب داد حاصل ڪري چڪو آهي. سنڌس آواز ۾ درد سمايل آهي. آصف چارڻ ڪيترائي قومي گيت به ڳايا آهن. آصف چارڻ جا ڪيترا گيت ريڊيو پاڪستان خيرپور ۽ لاڙڪاڻي تي رڪارڊ ٿيل آهن. ڪيس فني خدمتن تي سچل سرمست اوارڊ، استاد بخاري اوارڊ ۽ سرٽيفڪيٽ ملي چڪا آهن. ڪيس هڪ پٽ جو اولاد آهي، جنهن تي پنهنجي استاد سينگار علي سليم جو نالو رکيو اٿس. هن وقت آصف چارڻ دادوءَ ۾ رهائش پذير آهي.

**آغا وقار پٺاڻ**: پاڻيءَ تي ڪار هلائڻ جي دعويٰ ڪندڙ پهرئين سنڌي سائنسدان آغا وقار جو جنم 1971ع ڌاري خيرپور ۾ ٿيو. هن تعليم پوري ڪري عملي زندگيءَ جي شروعات پوليس کاتي ۾ نوڪريءَ سان ڪيائين، جتي سترهن سالن تائين پنهنجون ذميواريون نڀايائين. پوليس کاتي مان استعيفا ڏيڻ بعد هن سائنس ۾ دلچسپي ورتي ۽ هڪ واٽر ڪٽ ٺاهڻ جو فارمولو تيار ڪيائين، جنهن ۾ سنڌس ٻن دوستن معين ۽ آصف ساڻس هٿ ونڊايو. هن اهڙي واٽر ڪٽ تيار ڪرڻ جي دعويٰ

ڪئي. جنهن وسيلي نہ صرف گاڏي، پراي. سي، پنکا، جنريٽر ۽ جهاز سميت پيٽروليم تي هلندڙ هر مشينري پاڻيءَ تي هلائي سگهجي ٿي. هن جي دعويٰ آهي تہ واٽر ڪٽ تي هلندڙ گاڏي هڪ لٽر پاڻيءَ تي 40 ڪلوميٽر سفر ڪندي، هن جي چوڻ موجب واٽر ڪٽ ٺاهڻ جي فيڪٽري قائم ڪجي تہ پوري ملڪ جي مشينري پاڻيءَ تي هلائي سگهجي ٿي ۽ اهڙي فيڪٽريءَ تي 10 ڪروڙ رپيا خرچ ايندو. ميڊيا تي اچڻ کان پوءِ آغا وقار جو چوڻ آهي تہ ڪيس ڪيترن ئي ملڪن جون آڇون پڻ



آيون، پر هن سيني کي ٺڪرائي ڇڏيو ۽ هو صرف پنهنجي ملڪ لاءِ ڪم ڪرڻ چاهي ٿو. ڪيترائي سائنسدان سندس هن ايجاد واري دعويٰ کي مڃڻ لاءِ تيار ناهن ۽ چئي رهيا آهن تہ سائنسي علم موجب اها ڳالهہ ناممڪن آهي. حڪومت طرفان ڪيس اسلام آباد گهرائي اهڙو مشاهدو بہ ڪيو ويو ۽ هن ميڊيا جي سامهون پاڻيءَ جي ڪِٽ تي گاڏي هلائي ڏيکاري. تنهن هوندي بہ اڃا تائين ڪيس سائنسي حلقن وٽان مڃتا ملي نہ سگهي آهي. سندس بہ شاديون ٿيل آهن، ٻنهي گهروارين مان ڪيس پنجن ٻارن جو اولاد آهي.

**آفتاب احمد مفتي**: مفتي آفتاب احمد 24 اپريل 1940ع تي بمبئي، مهاراشٽر پرڳڻي جي ڏول علائقي ۾ جنم ورتو. سندس خاندان 1941ع ۾ لاڙڪاڻي ۾ اچي آباد ٿيو. جتي پنج سال رهڻ بعد ڪراچيءَ ۾ سڪونت اختيار ڪيائين. آفتاب احمد 1962ع ۾ ڪراچي يونيورسٽيءَ مان انجنيئرنگ ۾ بي. اي (B.E) ۽ ايم. اي (M.E) ڪئي، بعد ۾ ميڪگل يونيورسٽيءَ مانٽريال ڪئناڊا مان پي. ايڇ. ڊي ڪيائين. هيءُ پي. ايڇ. ڊي دوران نووا اسڪوٽيا ۽ ڪيوبڪ ۾ ريسرچ اسڪالر بہ رهيو. ڊاڪٽر آفتاب احمد مفتي ڪمپيوٽر سائنس ۽ انجنيئرنگ جو پروفيسر آهي. هن وقت نووا اسڪوٽيا جي سي. اي. ڊي ۽ سي. اي. ايم سينٽر ٽيونس جو ڊائريڪٽر آهي. هن کي ڪئناڊا جي مختلف يونيورسٽين ۾ تدريس جو تجربو پڻ آهي. ڊاڪٽر آفتاب احمد 1980ع کان 1984ع تائين ڪمپيوٽر ايپليڪيشن ڊويزن ڪينيڊين سوسائٽي سول انجنيئرنگ جو چيئرمئن ٿي رهيو. هي اي. آءِ. سي جي انجنيئرنگ ڊويزن جو چيئرمئن بہ رهيو آهي، جتي 'سول انجنيئرنگ ڪئناڊا' ريسرچ جرنل جي اشاعت ۾ سب ايڊيٽر ٿي رهيو. ڊاڪٽر آفتاب مفتي جا پنجاهہ کان وڌيڪ ڪتاب علمي ادارن پاران ڇپيل آهن. سندس مشهور ڪتاب 'ايليمينٽري ڪمپيوٽر گرافڪس' ورجينيا يونائيٽيڊ اسٽيٽ آف آمريڪا پاران ڇپيل آهي. جيڪو ڪيگاڪو پاران ٽوڪيو جپان مان پڻ ڇپايو ويو. 1969ع ۾ ڪئناڊا جي انجنيئرنگ اڪيڊميءَ طرفان ڪيس "Matrix Analysis of Shells Using Finite Elements" جي عنوان هيٺ ريسرچ پيپر لکڻ جي عيوض 'فلپس جانسن اوارڊ' ڏنو ويو. سندس هڪ پٽ جاويد مفتي بہ ڪئناڊا ۾ پروفيسر ۽ ڊائريڪٽر آهي.

**آءُ آهيان نياز** (شاعري): ڪهنہ مشق ۽ اُستاد شاعر نواز علي 'نياز' جعفريءَ جي شاعريءَ جو هي ڪتاب ڪنول پبليڪيشن قنبر، لاڙڪاڻي ڇپائي پڌرو ڪيو آهي. ڪتاب جو انتساب




نواز علي 'نياز' جي فرزندن ۽ نياڻين کي ڪيو ويو آهي. نواز علي 'نياز'، هري دلگير ۽ پريو وفا جو استاد هو. ورهاڱي کان اڳ، ڪشچند بيوس ۽ نواز علي 'نياز' جي لاڙڪاڻي ۾ شاعريءَ جي ميدان ۾ ڌاڪ ۽ هاڪ هوندي هئي. هن اعليٰ شاعر جي شاعري وقت جي هڪ وڏي وٿيءَ کان پوءِ شايع ٿي آهي. سنڌ جي غزل گو شاعرن ۾ سندس وڏو مقام رهيو آهي. سندس ضخيم ذخيري مان ڪجهہ چونڊ غزل هن ڪتاب ۾ داخل ڪيا ويا آهن. ڪتابجو مهاڳ نامياري شاعر امداد حسينيءَ لکيو آهي. ڪتاب جي آخر ۾ 'آءُ آهيان نياز' عنوان سان ڊاڪٽر بشير احمد شاد ۽ 'سائين نياز جعفريءَ کي سلام' عنوان سان نصير مرزا جا تاثرات ڏنا ويا آهن.

ڊيمي سائيز ۽ پڪي جلد سان 144 صفحن تي مشتمل هي ڪتاب ڪنول پبليڪيشن قنبر 2013ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو آهي، جنهن جو ملهہ 150 روپيا آهي.



# الف

**ابو جعفر المنصوري:** عالم ۽ اديب ابو جعفر جو اصل نالو عبدالله جعفر هو. سندن تعلق منصوره سنڌ سان هو. ان ڪري 'منصوري' سڏيو ويندو هو. ڪيس علم حديث ۾ وڏي ڄاڻ حاصل هئي. هو عالم، اديب ۽ حڪيم نيشاپوريءَ جو استاد هو. هن ڪجهه مذهبي ڪتاب پڻ لکيا.

**ايمنيون ڪيولراماڻي، ڊاڪٽر:** ڊاڪٽر ايمنيون ڪيولراماڻي پٽ ارجن داس 25 مارچ 1942ع تي گهوٽڪيءَ ۾ ڄائو. 1970ع واري ڏهاڪي ۾ پني عاقل شهر ۾ پنهنجي ڪلينڪ ڪوليائين. ڊاڪٽر ڪيولراماڻي ڊائو ميڊيڪل ڪاليج مان گريجوئيشن ڪئي. سندس ڏاڏو ويڙهو مل گهوٽڪيءَ جي هندو پنچائت جو مکي ۽ ڊي. اي. وي اسڪول جو باني هو ۽ مرڻ گهڙيءَ تائين ان جو صدر رهيو. سندس والد گهوٽڪيءَ جو وڏو زميندار ۽ ڪرڪيٽ ڪلب جو سرپرست هو. ڊاڪٽر ڪيولراماڻي هڪ ڪامياب ڊاڪٽر سان گڏ ادب دوست ۽ سماجي خدمتن ۾ اڳيرو هو. ان حوالي سان سنڌ گريجوئيٽس ايسوسيئيشن پني عاقل جو نائب صدر پڻ رهيو. سنڌي ڪتاب ۽ رسالا وڏي شوق سان پڙهندو هو. پنو عاقل جي ڪيترن ئي تعليمي ادارن جي قيام ۾ سندس عملي ڪوششون شامل هيون. بد قسمتيءَ سان ڪجهه شرپسند عنصرن ڪيس اغوا ڪيو ۽ ڪجهه ڏينهن ڪانپوءِ يارو لنڊ واري علائقي ۾ جنوري 1993ع ۾ ڪيس بيدرديءَ سان قتل ڪيو ويو ۽ بوريءَ ۾ بند سندس لاش واهه مان هٿ آيو هو.

**اڇي تور/حاجي لق لق** White Stork Ciconia **(پکي):** هي ٻگهه پکيءَ جو هڪ قسم آهي. 100 کان 115 سينٽي ميٽر/ 45 انچن تائين جسامت رکندڙ هن پکيءَ جا نر ماد هڪ جهڙا هوندا آهن. هن پکيءَ جي



پني ۽ پيٽ سميت سڄو جسم اڇو هوندو آهي. سندس پرن جي پوئين حصي جا ڪنب ڪارا هوندا آهن. هي ٽانگهن تلائن ۽ چشمن وغيره ۾ پاڻي جهاڳيندي مڇي ۽ ڏيڏر ڳوليندو آهي. هن پکيءَ کي اڇي تور حاجي لق لق بہ چوندا آهن ۽ ان جو سائنسي نالو White Stork Ciconia آهي. هن پکيءَ جو شڪار مڇي، ڏيڏر، ننڍڙا ممالیہ ۽ جيت ٿين ٿا. هي متوازن پختي ۽ هوريان اڏام ڪندو آهي ۽ ڪڏهن ڪڏهن لامارا بہ ڏيندو آهي. اڏار دوران ڳچي اڳتي ۽ پير پوئتي ڪندو آهي. اڇي تور پکي لڏپلاڻ وقت ڊگهي سفر دوران تيز هوا ۾ مٿي ڪڄندو ۽ ڦيريون پائيندو آهي. هي نسل وڌائڻ کانپوءِ جوڙين ۽ ننڍن گروهن جي صورت سياري ۾ لڏ پلاڻ ڪندو آهي. ان دوران يونوچ سمنڊ کان پاسيرو ٿي ايندو آهي، جو تہ ڪيس اهو گرمي پد پاڻ نہ پوندو آهي. هي پکي وڻن يا عمارتن تي ڪاٺين جي ٿهي وانگر آکيرو ٺاهيندو آهي، جنهن جو وچ گاهہ ۽ ڪانن وغيره سان پريل هوندو آهي. هي پکي يورپ ۽ اتر هندستان ۾ نسلي افزائش ڪندو آهي ۽ سياري ۾ ڏکڻ ايشيا ۽ افريڪا ۾ هليو ويندو آهي. اڇي تور پکيءَ جي کنڀن جي پکيڙ 155 کان 165 سينٽي ميٽر ۽ وزن 3 کان 4 ڪلو گرام ٿئي ٿو. هن جي مادي اڇي رنگ جا 3 کان 5 آنا ڏئي ٿي.

هن پکيءَ بابت جرمني تـوڙي يورپ جي ڪن ٻين ثقافتن ۾ هڪ ڏندڪٿا مشهور آهي تہ جڏهن ڪٿي ٻار ڄمڻ وارو هوندو آهي تہ هي پکي ان گهر جي ڇت مٿان پيو اڏامندو آهي. سندس چهنب ۾ ڪپڙي ۾ ويڙهيل ننڍڙو مرڪندڙ ٻار هوندو آهي، جنهن کي هو ان گهر جي چانئٺ تي رکي ويندو آهي. چون ٿا تہ اها ڏند ڪٿا ٻارن کي ان وقت ٻڌائي ويندي هئي، جڏهن هو ننڍيءَ عمر ۾ سوال ڪندا هئا تہ ننڍڙا ٻار ڪٿان ۽ ڪيئن ٿا اچن. ان ڪري صدين کان ان پکيءَ کي ٻارن ۽ ڪٽنبن سان جوڙڻ جو رواج آهي. مختلف ملڪن جي ديومالائي قصن ۾ هن پکيءَ کي وفا جي علامت پڻ چيو ويو آهي، جو جو اهو سڄي عمر هڪ ئي ماديءَ سان گذاريندو آهي ۽ ڪيڏانهن بہ اڏامي وڃڻ جي صورت ۾ سال گذارڻ کانپوءِ بہ ساڳئي آکيري ۾ ساڳئي ساٿيءَ وٽ موٽي ايندو آهي.

**احسانہ ڊار:** مشهور محقق ۽ اديب احسانہ ڊار جو جنم 13 ڊسمبر 1952ع تي ٿيو. هن ڪراچي بورڊ مان مئٽرڪ (1967ع)، ۽ ساڳئي بورڊ مان علم حياتيات ۾ گريجوئيشن (1971ع) ڪئي. هن جينيٽڪس



جي مضمون ۾ ماسٽرس ڪراچي يونيورسٽيءَ مان 1973ع ۾ ڪئي. اهڙيءَ ريت يونيورسٽي آف ايم. او سينٽ لوئس امريڪا مان ايم. ايس بائلاجي 1981ع ۾، برطانيا جي ڪئمبرج يونيورسٽيءَ مان 'فارماڪولاجي' جي مضمون ۾ ايم. فل (1989ع) ۽ برطانيا جي ساڳيءَ يونيورسٽيءَ مان فارماڪولاجيءَ ۾ ڊاڪٽريٽ (Ph.D) 1997ع ۾ ڪيائين.

احسانہ ڊار مختلف تعليمي ادارن ۾ هيٺينءَ ريت ملازمتون ڪيون: 1978ع کان 1981ع تائين امريڪا جي مزوري سينٽ لوئس يونيورسٽيءَ ۾ حياتيات (Biology) جي شعبي ۾ معاون استاد

(Teaching Assistant): 1981ع کان 1984ع تائين ڪراچيءَ جي ’جينيٽڪس‘ شعبي ۾ معاون استاد Cooperative Teacher: 1984ع کان 1995ع تائين ڪراچي يونيورسٽيءَ ۾ جينيٽڪس شعبي ۾ ليڪچرار، 1988ع کان 2000ع تائين ڪراچي يونيورسٽيءَ ۾ علم ڪيميا جي اداري HEJ ريسرچ انسٽيٽيوٽ ڪيمسٽري ۾ اسسٽنٽ پروفيسر.

احسانه ڊاڪٽر Dr. Oscar Cacres جي رهنمائيءَ ۾ To Study the Effect of Naked-neck Gene on Some Economics Trails of chicken عنوان تي ايم. ايس. سي ڪئي. اهڙيءَ ريت هن ايم. ايس :M.S "Changes in caroxy Peptidase Activity During Aging & Development of Nippostronglylus Brassiliensi." عنوان هيٺ ڪئي، هن هيءَ تحقيقي ٿيسز هن آمريڪا يونيورسٽيءَ جي پروفيسر ڊاڪٽر آر. آءِ بولا جي نگرانيءَ هيٺ لکي. جڏهن ته هن ايم. فل "Eguine Blood Vessels in Horse" عنوان تي ڊاڪٽر ايم. جي. ڊبليو وارننگ جي نگرانيءَ ۾ ڪئي ۽ پي. ايچ. ڊي "An Invitro Study of Pulmonary Vascular Reactivity & Amine Oxidase Activity in the Horse" عنوان تي Dr. B.A Callingham جي نگرانيءَ ۾ ڪئي. احسانه ڊاڪٽر ڪيترا تحقيقي مقالا لکيا ۽ ڪيترن ئي ڪتابن جي ايڊيٽنگ پڻ ڪئي آهي.

**احمد خان جمالي، مولانا**: عربي ۽ فارسي زبان جي عالم مولانا احمد خان جمالي، ڳوٺ بکر جمالي، تعلقي جوهي، ضلعي دادوءَ ۾ 1934ع ۾، حاجي غلام محمد جماليءَ جي گهر ۾ جنم ورتو. مولانا



صاحب پنهنجي وڏي ڀاءُ مرحوم حاجي محمد خان ۽ مولوي ولي محمد بنورائيءَ کان علم جي تحصيل ڪئي. فقه، حديث، تفسير معقول ۽ منقول جو علم آخوند محمد دائود پٽي سيتائيءَ وٽ مڪمل ڪيائين. هن پنهنجي عملي زندگيءَ جي ابتدا پرائمري استاد طور ڪئي. سنڌ جي مختلف حصن ۾ علم ۽ تدريس جا فرض سرانجام ڏنائين. اسلامي ڪتابن کان سواءِ عربي ۽ فارسي ادب جو گهرو مطالعو ڪيائين، ٻنهي زبانن روانيءَ سان ڳالهائڻ ۾ ڪيس پورو ملڪو حاصل آهي.

مولانا صاحب هڪ ساده دل ۽ فقير طبع شخص آهي. هن پنهنجي شعبي ۾ سوين شاگردن کي علم ۽ فضل سان مالامال ڪيو آهي. درس تدريس سان گڏوگڏ وٽس تخليقي جوهر به آهي. سندس به ڪتاب ’ڪليد فارسي‘ ۽ ’اغصان العبرت‘ اڻ ڇپيل صورت ۾ موجود آهن. شعري ذوق جو به مالڪ آهي. ۽ سنڌي ۽ فارسي زبان ۾ شاعري ڪئي اٿس. سندس مشهور فارسي غزل جو مطلع هن ريت آهي:

نهادم سر به کوءِ تو اگرچه واقفِ دينم،
بگردم باز مستِ تو اگر بيزار باڪينم.

شاعريءَ ۾ تخلص ’منتظر‘ استعمال ڪندو آهي، موجوده وقت پيرسنيءَ ۾ به پنهنجي ڳوٺ بکر جماليءَ ۾ درس تدريس جون خدمتون سرانجام ڏئي رهيو آهي.

**احمد خان مريءَ جو مقبرو**: هيءُ مقبرو ڪوٽ لالو شهر کان ٻن ڪلوميٽرن جي مفاصلي تي ڪنب- ڪوٽ لالو باءِ پاس تي تعلقي فيض گنج، ضلعي خيرپور ميرس ۾ واقع آهي. مقبري ۾ احمد خان مريءَ



جو مدفن آهي، مقبري جي رٿ اعليٰ فن تعمير واري آهي. سڄي عمارت ۾ پڪين سرن جو استعمال ملي ٿو. پيڙهه کان مٿي تائين چونڪي جي سرن جو استعمال ٿيل آهي. اهڙيون سرون اڪثر ڪلهوڙن جي دور سان تعلق رکندڙ عمارتي يادگارن ۾ ڪتب آيون آهن.

مقبرو رٿ ۾ سادو آهي ۽ ونگ سان ڪليل لنگهه اٿس. مقبري جي چوڌاري ڪليل ميدان آهي. جتي گهٽي سنيال نه ٿيڻ سبب هن وقت ڊپ جمي ويا آهن. آس پاس ۾ آباديءَ واري زرعي زمين آهي. مقبري جي حُجري کي چئني طرفن کان ٻاهرين ديوار ۾ نمائشي ڪالم ۽ اندرئين طرف کان نمائشي محراب ٺاهيا ويا آهن. سرن جي اوساري گج گاري سان ڪئي وئي آهي. ڇت تي سرن جي ڪناري تي بيڙ ٺهو ٺاهيل آهي. فقط هڪ پاسي واري ديوار ۾ هوا جي گذر ۽ روشنيءَ جي خيال کان دري ڇڏيل آهي، مهاڙيءَ ۾ ڳڙکيون ڇڏيل آهن. باقي سموري عمارت بند آهي. ڇت تي اٺڪندو گنبذ ٺاهي ان تي گول گنبذ رکيل آهي. گنبذ جي تعمير پڻ نهايت ڪاريگريءَ سان ساڳين ئي سرن سان ڪئي وئي آهي. گچ ۾ ائن ئي ڪنڊن ۾ ونگن سان محرابي نموني ڪليل دريون آهن، جيڪي هن وقت بند ٿيل ڏسجن ٿيون. مقبري ۾ اندر سرن جي ٺهين سان هڏل ٽي قبرون آهن، جن تي ڪنهن به نالي جو ڪتبو لڳل ناهي. مقبري جي سنيال نه ٿيڻ ڪري پيڙهه کان سرون ڪلر ڪائي ويون آهن هتي ماڻهن جي اچ وڃ گهٽ آهي.

**احمد خان ملڪاڻي:** احمد خان ولد سرائي غلام دستگير ملڪاڻي، 11 جون 1944ع تي ڳوٺ ملڪاڻي تعلقي دادوءَ ۾ ڄائو. ايم.اي فلاسافي سنڌ يونيورسٽيءَ مان ۽ ايل.ايل.بي سنڌ لا ڪاليج حيدرآباد مان پاس ڪيائين. احمد خان ملڪاڻيءَ جو ادب سان گهرو تعلق رهيو آهي. سندس ڪهاڻيون، مضمون، مقالا ۽ نظم مختلف رسالن، ڪتابن ۽ اخبارن ۾ شايع ٿيندا رهيا آهن. چار پمفليٽ ڇپيل اٿس. سندس پنج ڪتاب لکيل آهن، جيڪي ڇپائيءَ جا منتظر آهن.



احمد خان ملڪاڻي سماجي ابتدا کان وٺي ترقي پسند سياست سان وابسته رهيو. هو سماجي ۽ سياسي سرگرمين ۾ ڀرپور حصو وٺندو رهيو آهي. ڪجهه عرصو پ. پ. پ ۾ به رهيو. دادو شهر جي ستن سماجي تنظيمن جو سرپرست رهيو آهي. جن ۾ سنڌ ويلفيئر اينڊ ڪلچرل آرگنائيزيشن (سواڪا)، مخدوم بلاول فوٽ بال ڪلب دادو، ڀٽائي اسڪائوٽ ڪلب دادو، ڪراٽي ڪلب دادو، پنيور اسڪائوٽ گروپ دادو، حيدر اسڪائوٽ ڪلب دادو، فرينڊس ويلفيئر ۽ ڪلچرل ائسوسيئشن دادو ۽ صدر سنڌ گريجوئيشن ائسوسيئشن دادو احمد خان ملڪاڻي، سنڌي ادبي سنگت شاخ دادو جو سيڪريٽري به رهي چڪو آهي.

**اديون آءِ اڃاڻ (ڪتاب):** هي ڪتاب نامياري اسڪالر ڊاڪٽر فهميده حسين جي مقالن ۽ مضمونن جو مجموعو آهي، جنهن ۾ هن شاهه عبداللطيف ڀٽائيءَ جي فڪر ۽ فلسفي جو مختصر جائزو پيش ڪيو آهي. هن ڪتاب ۾ شاهه لطيف جي شاعريءَ جو مختلف رخن کان جائزو، ان جي مختلف ڪردارن، ڏکين لفظن جي معنائن بابت مونجهارن، شاهه جي سماجي شعور ۽ فلسفي بابت 21 مضمون شامل آهن.




هي ڪتاب ثقافت کاتي حڪومت سنڌ پاران 2012ع ۾ شاهه عبداللطيف ڀٽائيءَ جي 268ئين عرس جي موقعي تي ڇاپيو ويو. هي ڪتاب محققن توڙي لطيفيات جي شاگردن لاءِ بيحد ڪارائتو آهي، هن ڪتاب جي ارپنا ڊاڪٽر صاحبه، پنهنجي 'ناني ستابيءَ' جي نالي ڪئي آهي، جيڪا ڀٽ شاهه پرسان سيڪاٽ ۾ رهندي هئي ۽ لطيف جا سوين بيت کيس زباني ياد هوندا هئا.

چار رنگي ٽائيٽل ۽ پڪي جلد بنديءَ واري هن ڪتاب ۾ 238 صفحا آهن. ان جي قيمت 250 روپيا آهي.

**ارباب علي 'مسافر' شيخ:** ارباب علي 'مسافر' ولد الهڏنو شيخ، ڦهرين اپريل 1925ع تي شڪارپور ۾ ڄائو. سندس تعليم ڇهه درجا سنڌي هئي. سندس وڏا اصل رُڪ اسٽيشن پرسان ڳوٺ سهڪجيءَ جا ويٺل هئا. هن شروع ۾ پوليس کاتي ۾ نوڪري ڪئي، بعد ۾ اها نوڪري ڇڏي هڪ خانگي وڪيل وٽ منشي ٿي ڪم ڪرڻ لڳو. جيڪو ڪم ٽيهن سالن تائين ڪندو رهيو. کيس مجازي عشق جي چوٽ لڳي. ان ڪري 1948ع کان شاعري ڪيائين.



ارباب علي 'مسافر' سنڌيءَ سان گڏ اردو زبان ۾ به شاعري ڪئي. سندس شاعري نهايت سادي ۽ عام فهم آهي. غزل سندس پسنديده صنف هئي، ارباب علي 'مسافر' مارچ 1991ع ۾ وفات ڪئي. سندس ڪلام مان غزل جا ڪجهه بند نموني طور ڏجن ٿا:

دلڙي ڏني مون تو کي عادل عجيب سمجهي،
توئي ڏکاري ڇڏيو مون کي غريب سمجهي.
ڪيڏي ڪيم وفائي، جيءَ جان جي جفائي،
سڀ ڪجهه ڪيو مٺا مون، تو کي حبيب سمجهي.

**ارجن داس (ائڊووڪيٽ):** ناميارو سماج سڌارڪ ۽ وڪيل ارجن داس ولد لڌارام مارواڙيءَ پني عاقل ۾ جنم ورتو. مختلف ادارن مان تعليم حاصل ڪرڻ بعد ايل. ايل. بي به ڪيائين. ارجن داس اڳ ۾ هلي سيڪنڊري استاد مقرر ٿيو، جتان رٽائر ٿيڻ کانپوءِ وڪالت شروع ڪيائين. هن وقت هاءِ ڪورٽ جو سينئر وڪيل آهي. هن مينگهواڙ برادريءَ کي منظم ڪرڻ ۽ انهن جي حقن لاءِ ڪافي جدوجهد ڪئي آهي. هن پنهنجي والد جي نالي سان 'امر وير لڌارام يادگار ڪاميٽي' قائم ڪئي آهي، جنهن جو پاڻ چيئرمئن آهي. هن 2002ع کان پنهنجي والد جي نالي روشن ڪرڻ لاءِ سندس ورسيءَ جي موقعي تي باقاعدي ڪانفرنسون منعقد ڪرايون، جن ۾ سنڌ ۽ ٻين علائقن جا عالم، اديب، مؤرخ، سياستدان ۽ صوفي راڳي شريڪ ٿيندا رهيا آهن. هن ڀڳت ڪبير، روحل فقير، دريا خان فقير، گرونانڪ، سامي، غمدل فقير، ڪنور ڀڳت ۽ صوفي انور شاهه جهانپوري بابت ادبي ڪانفرنسون ڪرايون آهن. هن مينگهواڙ برادريءَ جا ڪيترائي ميڙا ڪوٺايا ۽ مختلف شعبن ۾ نمايان ڪارڪردگي ڏيکاريندڙ مينگهواڙ برادريءَ جي ماڻهن کي اوارڊ ۽ شيلڊون ڏياريون آهن. ارجن داس مارواڙيءَ پنهنجي پٽن کي به سٺي تعليم ڏياري آهي، جيڪي هن وقت اهم عهدن تي فائز آهن. اقليتي اڳواڻ طور ارجنداس ائڊووڪيٽ سڄيءَ سنڌ ۾ مشهور آهي.

**استاد احمد علي ٻرڙو:** قنبر شهر جو مشهور فنڪار ۽ ڪئليگرافر احمد علي ولد الله ڏنو خان ٻرڙو، 1914ع ڌاري، نور شاهه محلي، قنبر ۾ پيدا ٿيو. کيس ڪلاسيڪل موسيقي جو گهڻو شوق هو. جنهن ڪري هن مختلف ساز، ڪلارنيٽ، اوبو ڪلارنيٽ، هارمونيم ۽ سِتار وغيره وڄائڻ سکيا. سازن تي مهارت رکڻ ڪري قنبر نواب شاهه، لاڙڪاڻي، شڪارپور ۽ شهداد ڪوٽ ۾ ڪيترن اسٽيج ڊرامن جي موسيقي ترتيب

ڏيندو هو. ڪيس فلمن ۾ ڪم ڪرڻ جو بہ شوق هو. جنهنڪري جوانيءَ ۾



پارٽ بہ ويو جتي بمبئي، دهلي ۽ ڪلڪتي مان گهمي آيو. پنهنجي ان شوق سبب مهراڻ سئنيما قنبر ۾ گيٽ ڪيپر ۽ مئنيجر طور بہ ڪم ڪيائين. استاد احمد علي ٻرڙي کي خوشخطيءَ ۽ پينٽنگ جو بہ ڏانءُ هو. هو قنبر جي سئنيمائن جي بورڊن جي لکائي (ڪئليگرافي) ڪندو هو. سندس وفات دل جي دوري سبب جون 1965ع ۾ ٿي.

**استاد نياز احمد خان** (موسيقار): سنڌ جي مشهور موسيقار نياز احمد خان، ڊسمبر 1942ع ڌاري هندستان جي شهر مظفر نگر ۾ استاد سجاد احمد جي گهر ۾ جنم ورتو. سندس تعلق موسيقيءَ جي مشهور 'ڪرانہ' گهراڻي سان



آهي. نياز احمد خان جو نانو استاد عبدالڪريم خان برصغير جو پهريون ڪلاسيڪي ڳائڻو ٿي گذريو آهي، جنهن جو مجسمو هندستان جي هڪ ميوزم ۾ يادگار طور رکيو ويو آهي.

ورهاڱي کانپوءِ نياز احمد خان جو ڪٽنب پاڪستان ۾ اچي آباد ٿيو. جتي هن تعليم سان گڏ فن موسيقيءَ جي سکيا جاري رکي. سندس پهريون استاد عبدالشڪور 'ڪرانہ' وارو هو. نياز احمد ڏهن سالن جي عمر کان وٺي فني سکيا ورتي ۽ جوانيءَ تائين هڪ موسيقار طور پنهنجو الڳ مقام پيدا ڪيو. پاڪستان فلم انڊسٽريءَ جي عظيم موسيقارن ۾ نياز احمد خان پهرينءَ صف ۾ بيٺل نظر اچي ٿو. هن سنڌي فلمن ۾ اڪوڊين پليئر طور بہ پاڻ مڃايو. زندگيءَ جا 50 سال موسيقيءَ ۽ ڪمپوزيشن کي ارپيندڙ هن موسيقار کي صدارتي اوارڊ ۽ پي. ٽي. وي جا 27 اوارڊ ملي چڪا آهن. هن ڪيترن گلوڪارن ۽ گلوڪارائن کي پنهنجي ڪمپوزيشن ذريعي شهرت بخشي، ننڍي کنڊ جي عظيم قوال ۽ موسيقار نصرت فتح علي خان بہ هڪ قومي نغمو نياز احمد خان جي ڪمپوزيشن ۾ ڳاتو هو. ان کانسواءِ مهدي حسن، نور جهان، مهناز، سجاد علي، محمد علي شهڪي، غلام علي خان، گلبهار بانو، علڻ فقير ۽ عالمگير پڻ نياز احمد جون تيار ڪيل ڌنون ڳائي، شهرت ماڻي. استاد نياز احمد خان جون ڪجهه مشهور ڌنون هي آهن:

(1) ميرا پيغام پاڪستان (استاد نصرت فتح علي خان)، (2) ڪو بکو ڦيل گئي بات (مهدي حسن خان)، (3) نيناري نينا (نور جهان)، (4) جتني آنکين اچي (محمد يوسف)، (5) نہ هم سمجهي نہ تم سمجهي (غلام علي خان)، (6) اتني بڙي جيون ساگر ۾ (علڻ فقير)، (7) يہ شام اور تيرا نام (عالمگير) ۽ (8) يہ ڪيسا بنڌن هي (مهناز).

2 جولاءِ 2013ع تي سنڌ راڳي ويلفيئر ائسوسيئيشن پاران نياز احمد خان سان حيدرآباد ۾ هڪ شام ملهائي سندس فن جي قدرداني ڪئي وئي.

**اسٽوئرٽ پگٽ:** برطانوي آثارِ قديمہ جي هن ناميار ي ماهر 28 مئي 1910ع تي پيٽرس فيلڊ، هيمپشائر (Petersfield, Hampshire) ۾ جنم ورتو. 1927ع ڌاري اسڪول مان ثانوي تعليم مڪمل ڪرڻ بعد ننڍي



عمر ۾ ئي ريڊنگ ميوزيم ۾ اسسٽنٽ جي عهدي تي فائز ٿيو ۽ گڏوگڏ چرچز ڪاليج (Church's College) ۾ اعليٰ ثانوي تعليم بہ حاصل ڪندو رهيو. ريڊنگ ميوزيم ۾ اسسٽنٽ جي عهدي تي فائز رهندي، هن نئين پٿر واري دؤر جي ٺڪرن بابت مهارت حاصل ڪري ورتي. 1928ع ۾ ويلز جي قديم تاريخي يادگارن بابت تحقيق ۽ سنڀال لاءِ قائم رائل ڪميشن ۾ مقرر ٿيو. هن ايليٽ (Elliot) ۽ سيسل ڪروين (Cecil Curwen) سان گڏجي سسيڪس (Sussex) ۾ موجود The Trundle Causewayed جي حد بندين جي کوٽائيءَ ۾ پڻ حصو ورتو. 1930ع ۾ هن اليگزينڊر ڪيلر سان گڏجي ويسڪس ۾ ڪم جي شروعات ڪندي بي شمار ماڳن جي کوٽائي ڪئي، جن ۾ ٻن اهم ماڳن ايوبوري (Avebury) ۽ ڪينٽ ايونيو (Kennet Avenue) جي کوجنا شامل آهن. 1993ع ۾ هن پنهنجي دوست گراهم ڪلارڪ (Grahame Clark) کي معنيٰ خيز ۽ اهم نتيجا ظاهر ڪندڙ ڪتاب The Age of the British Flint Mines ۽ Antiquity 1993 لکڻ ۾ مدد ڪئي. اهو ڪتاب آڳاٽي تاريخي سماج بابت مروج ڪيترن ئي تڪراري نقطن کي حل ڪرڻ جو سبب بڻيو. آثارِ قديمہ جي علم بابت باضابطہ تعليم نہ هجڻ باوجود مورٽيمر وهيلر جي آثارِ قديمہ واري اداري ۾ سندس نالو شامل ڪيو ويو. جتي هن 1936ع ڌاري آثارِ قديمہ جي علم تي ڊپلوما جي ڊگري حاصل ڪئي ۽ سندس زال پيگي (مارگريٽ گائيڊو) سان هن جي پهرين ملاقات مورٽيمر وهيلر جي اداري ۾ ٿي. 1937ع ۾ هن The Early Bronze Age in Wassex جي نالي سان مؤثر/ مرڪزي اهميت واري تصنيف Seminal Papers شايع ڪرائي.

جون 1939ع ڌاري چارلس فلپس جي دعوت تي پنهنجي زال پيگيءَ سان گڏ Sutton Hoo روانو ٿيو. جتي هن Burial Chamber قديم قبرن ۽ غفائن جي کوٽائي جو ڪم سرانجام ڏنو. ٻي مهاڀاري جنگ دوران، پگٽ هندستان ۾ Air Photo Interpreter طور ڪم ڪرڻ لڳو. جتي هن پنهنجو ڪجهه وقت ننڍي کنڊ جي آثارِ قديمہ بابت ماهرن جي ٿيل تحقيق کي پڙهڻ ۾ گذاريو ۽ پنهنجي ذاتي تحقيق جي بنياد تي ڪي ڪتاب تحرير ڪيا، جن ۾: ,Ancient Cities of India

۽ (Prehistoric India (1950 شامل آهن. ٻي جنگِ عظيم جي پڄاڻيءَ تي هن آڪسفورڊ يونيورسٽيءَ ۾ وليم اسٽوڪلي William Stukeley جي تصنيفن ۽ تحقيقي ڪم کي پڙهڻ جي شروعات ڪئي، پر جلد ئي 1946ع ۾ کيس ايڊنبرگ يونيورسٽيءَ ۾ آثارِ قديمه جي حوالي سان ايبرڪرومبي چيئر Aberchrom by Chair قائم ڪرڻ جي آڇ ٿي، جنهن تحت هو ايڊنبرگ کي عالمي سطح تي آثارِ قديمه جو مستند ادارو بنائڻ ۾ ڪامياب ٿيو. هن مختلف وقتن ۾ پنهنجي تحقيق جي اشاعت جو ڪم پڻ جاري رکيو. 1954ع ۾ سندس ڪتاب: Neolithic Cultures of the British Isles تمام گهڻو مقبول ٿيو. 1965ع ڌاري هن Ancient Europe جي نالي سان آڳاٽي تاريخ متعلق سروي شايع ڪئي، جنهن ۾ يورپ جي آڳاٽي ۽ موجوده تهذيبن وچ ۾ هڪجهڙائي ۽ تسلسل کي منطقي طور واضح دليلن سان بيان ڪيو آهي.

ان کان سواءِ سندس ٻين شايع ٿيل ڪتابن ۾: Scotland before ۽ 1958ع ۾ Survey of Scottish Prehistoric History 1959ع ڌاري آثارِ قديمه بابت مشهور تعارفي جلد Approach to Archaeology، 1963ع ۾، برطانيه جي Beaker Culture جو تفصيلي جائزو، 'Festschrift' نالي ڪتاب جي حصي طور شايع ٿيو. جنهن جي ارپنا هن سائرل فوڪس (Cyril Focus) جي نالي ڪئي. 1968ع ۾ The Druids ۽ گراهم ڪلارڪ جي گڏيل سهڪار سان Prehistoric Societies نالي سان ڪتاب ۽ 1983ع ۾ The Earliest Wheeled Transport کان 1992ع تائين ان ڪتاب جا باقي ٽي جلد Wagon, Chariot and Carriage نالي شايع ٿيا. هن جو آخري تحرير ڪيل ڪتاب Ancient Britain and the Antiqutarian Imagination هو، جيڪو 1989ع ڌاري شايع ٿيو.

پگٽ، پنهنجي عملي زندگيءَ دوران ڪيترن مشهور ادارن جو صدر ۽ ٽرسٽي رهيو، جن ۾ Prehistoric Society جو صدر 1960ع کان 1963ع تائين، اسڪاٽليند ۾ قائم Society of Antiquiaries جو صدر 1963ع کان 1967ع، برطانوي آثارِ قديمه جي ڪائونسل جو صدر 1967ع کان 1970ع جي عرصي تائين ۽ برطانوي ميوزيم جو 1968ع کان 1974ع تائين جي وچ واري عرصي ۾ ٽرسٽي ٿي رهيو هن کي سندس خدمتن جي مڃتا طور برطانيه ۽ ٻاهرين ملڪن مان بيشمار اوارڊ پڻ مليا. 1972ع ۾ کيس CBE سان نوازيو ويو. 1977ع ڌاري ايبرڪرومبڪ چيئر، ايڊنبرگ مان رٽائر ٿيو. کيس 1983ع ۾ لنڊن جي Society of Antiquaries پاران سون جو تمغو ۽ 1992ع ۾ برطانوي اداري پاران گراهم ڪلارڪ ميڊل مڃتا طور ڏنو ويو. هن 23 سيپٽمبر 1996ع تي برڪشائر ۾ وفات ڪئي. سندس اهم ڪوتائين ۾ هيٺيون ڪوتايون شامل آهن:

(1) Cairnpapple Hill in West Lothian.

(2) Wayland's Smithy in Oxford shire.

(3) West Kennet Long Barrow and Stonehenge in Wiltshire.

هن سنڌ ۽ بلوچستان ۾ به ڪيترن هنڌن تي ٿيندڙ کوٽائين ۾ حصو ورتو ۽ خاص طور تي سنڌو تهذيب وارن ماڳن جو اونهو اڀياس ڪري پنهنجا نتيجا مختلف لکڻين ۾ ظاهر ڪيا.

**اسٽيو جوبز:** آءِ ٽي (انفرميشن ٽيڪنالاجيءَ) ۾ جدت پيدا ڪندڙ ايپل ڪمپنيءَ جي باني اسٽيو جوبز 1955ع ڌاري آمريڪا ۾ جنم ورتو. تعليم پوري ڪرڻ بعد 1974ع ۾ هن پنهنجي گهرايپل ڪمپنيءَ جو بنياد وڌو. اسٽيو جوبز پنهنجي عقل، محنت ۽ جذبي سان گهڻي صلاحيت رکندڙ سائنسي ماهر هو. اسٽيو جوبز، ٿامس ايڊيسن ڪانپوءِ هن صديءَ جو ٻيو ماهر مڃيو وڃي ٿو. آءِ ميڪ هجي يا آءِ فون، آءِ پوڊ هجي يا آءِ بيگ، ايپل جي هر ايجاد پنيان اسٽيو جوبز جي سوچ هئي. ان کان سواءِ دنيا جي سڀ کان پهرين اينيميشن ڪمپني مئڪدول اپني ميشن پنيان به اسٽيو جوبز جي سوچ هئي. مائيڪرو سافٽ جو باني بل گيٽس اسٽيو جوبز جو سڀ کان وڏو مخالف هو، پر سندس مرڻ کان پوءِ بل گيٽس جو چوڻ هو ته جوبز جي کوٽ کي ايندڙ نسل ياد ڪندا. اعليٰ صلاحيت رکندڙ اسٽيو جوبز 2000ع کان ڪينسر جهڙي موذي مرض ۾ مبتلا هو. هن 56 سالن جي ڄمار ۾، 6 آڪٽوبر 2011ع تي وفات ڪئي.



**اسپينل** (Spinel): هڪ پٿر جو قسم، جيڪو ڪيميائي ماهيت جي لحاظ کان ميگنيشم ۽ المونيم جو آڪسائيڊ آهي. هيءَ تمام خوبصورت جواهرن ۾ شمار ڪيو وڃي ٿو. هيءَ پٿر اڪثر غير شفاف



حالت ۾ ملي ٿو هن جي جواهر (پٿر) جي سختيءَ جو درجو 840 آهي. اسپينل ڪيترن ئي رنگن جو يعني ڳاڙهو، نيرو، گلابي، سائو، پورو ۽ گهرو نيرو ٿئي ٿو پر گهڻي ڀاڱي سائي ۽ سفيد رنگ ۾ ٿيندو آهي. ڳاڙهو رنگ يا سفيد اسپينل لعل روماني (Ruby Spinel) سڏيو وڃي ٿو گلابي رنگ جا اسپينل عام هوندا آهن، جن کي بلاس روبي (Balas Ruby) سڏيو وڃي ٿو. اسپينل کي روبي سيل (Ruby Cell)، پيلي يا نارنگي ۽ نيري رنگ واري کي سفائرين (Saphirine) ۽ سائي رنگ

واري کي ڪلورو اسپينل (Chloro Spinel) چيو ويجي ٿو. سلي قسم جا اسپينل سريلنڪا، برما، سيام ۽ افغانستان ۾ ملن ٿا. ان کان سواءِ مڊ گاسڪر، آسٽريليا ۽ برازيل جي ڪجهه علائقن ۾ به ملن ٿا.

**اسد پٽي:** صحافي ۽ اداڪار اسد ولد ننگر پٽي، 15 اپريل 1960ع تي دستگير ڪالوني تعلقي موري، ضلعي نوشهري فيروز ۾ جنم ورتو. ڪيس ننڍپڻ کان ئي اداڪاري جو شوق هوندو هو. اسڪول واري دور ۾ اسڪول ۾ ٿيندڙ اسٽيج پروگرامن ۾ حصو وٺندو هو. تعليم مڪمل ڪرڻ کان پوءِ موري جي نامور ڊراما نگار، هدايتڪار ۽ استاد محمد چتل سُرهيي کان اداڪاريءَ جي سکيا ورتائين. اسٽيج پروگرامن ۾ اڪثر عورت جو ڪردار ادا ڪيائين جنهن سبب گهڻو مقبول ٿيو. هن اخبارن ۽



رسالن ۾ مختلف موضوعن تي مضمون لکيا. اسد پٽي 1985ع کان پاڪستان ٽيليوزن تي حالات حاضره پروگرام جو پروڊيوسر آهي. هن وقت ڪراچيءَ ۾ رهي ٿو.

**اسد ڪورائي:** رسول بخش عرف اسد ڪورائي، خدا بخش ڪورائيءَ جي گهر ۾ پهرين جنوري 1972ع ۾ ڪانياواڙي پاڙي دادوءَ ۾ جنم ورتو. پنجون درجو گورنمينٽ پرائمري مين اسڪول دادوءَ مان پاس ڪري هاءِ اسڪول دادوءَ ۾ داخلا ورتائين، جتان مئٽرڪ پاس ڪري اليڪٽريشن جو ڊپلوما ڪيائين. هن وقت واپڊا دادوءَ ۾ ملازم آهي.



اسد ڪورائيءَ پنهنجو فني سفر 1991ع ۾ اسٽيج ڊرامي کان شروع ڪيو. سندس پهريون ڊرامو 'عشق تي ڪرفيو' هو، جنهن جو ليکڪ عبدالمنان عباسي هو. اڄ تائين ڪيترا اسٽيج ڊراما ڪري چڪو آهي. اسد ڪورائي 1991ع کان اڄ تائين جيڪي ڊراما ڪيا آهن، تن ۾: جٽ جي شادي ججَ سان تعدي، ڏئي جان چڙاءِ، پئسي جو ڪمال آ، اڳيان ڏوڪڙ پويان جوڪر، بيروزگار عاشق، پيار وڃڙي ويو، مجبور ماڻهو، جاهل، انسان، زندگي روپ هزار، چورا ڇچورا، شهيد نياڻي، عشق آٽوميٽڪ، عاشق زهر پياڪ، نازڪ ناتا نينهن جا، دغا باز، ظالم، سنگدل، واندو ناهيان انتظار ڪر هڻ نه چتي، نواب خان، ڌهڪاءُ، ظلم جي ننگري، قيدياڻي، ماسٽر ڏچي ۾، مسٽر موالي، مسٽر ناڪي منشي، جيڪو نياڻيءَ جو نصيب، سزا پيار جي، طلاق، زهر جن جي زندگي، داداگيرِ طوفان، تو کان ٿيندي ڏار ۽ ٻيا شامل آهن. اسد ڪورائي 100 جي قريب اسٽيج ناٽڪ ڪري چڪو آهي. ان کان سواءِ ايڪٽيهه وڊيو فلمن ۾ ڪم ڪري چڪو آهي جن مان 26 رليز ٿيون آهن. انهن وڊيو فلمن ۾ 'شڪست'، 'چڪرباز'، 'درٻاريار'، 'حبدار علي'، 'مان صدوري آهيان'، 'جاڳ سنڌي'، 'خطرناڪ حسينه'، 'ضدي شير' ۽ ٻيون فلمون شامل آهن. هن ڪيترن جونيئر ۽ سينيئر هدايتڪارن، فنڪارن ۽ ليکڪن سان گڏ ڪم ڪيو آهي. سندس استاد سنڌ جو مشهور ڪاميڊين عبدالله ملاح آهي. جهولي لال آرٽ سرڪل دادوءَ طرفان اسد ڪورائيءَ سان رهاڻ رچائي وئي، جنهن ۾ سندس فني خدمتن عيوض کيس 30 اجرڪن جا تحفا ۽ ٻيون سوکڙيون پيش ڪيون ويون. هن رهاڻ ۾ دادو، ميهڙ کان سواءِ جوهي، سيوهڻ، ڀان، قلچي اسٽيشن، موري ۽ ٻين شهرن جي فنڪارن شرڪت ڪئي. هن وقت دادوءَ ۾ رهي ٿو.

**اسلام ۾ حلال و حرام** (ڪتاب): هي ڪتاب اصل ۾ عرب جي مشهور مجتهد ۽ مفڪر علامه يوسف القرضاويءَ جي مشهور تصنيف آهي، جنهن کي سنڌيءَ ۾ عبدالجبار عبد ترجمو ڪيو آهي. جيڪو مئي 2001ع ۾ سنڌ نيشنل اڪيڊمي حيدرآباد ڇپائي پڌرو ڪيو آهي. هن ڪتاب جي اهميت ان ڪري به آهي، جو هن مان پتو پوي ٿو ته زندگيءَ جي هر شعبي ۽ معاملي ۾ حلال ۽ حرام ڇا آهي؟ يعني اهي ڪهڙيون شيون آهن، جيڪي الله تعاليٰ جي رضامنديءَ جو سبب آهن ۽ اهي ڪهڙيون شيون آهن، جيڪي سندسناراضگيءَ ۽ عتاب جو ڪارڻ بڻجن ٿيون. ڪتاب جو ترجمو سنڌي زبان ۾ ڪيو ويو آهي، ڪتاب ۾ فهرست نه ڏني وئي آهي. 408 صفحن تي مشتمل رنگين ۽ پڪي جلد واري هن ڪتاب جي قيمت 150 روپيا آهي.



**اسلامي فلسفو ۽ تصوف** (ڪتاب): اسلام سميت دنيا جي قديم ۽ جديد مذهبن جي فلسفن، نظرين ۽ تصوف بابت هي ڪتاب سنڌ جي ناميارې مصنف ابوبڪر خان مگسيءَ لکيو آهي. هي ڪتاب ڪل پنجن بابن تي مشتمل آهي، جنهن ۾ اسلام کان اڳ۽ ايراني فلسفو ۽ مذهب، اخلاقيات، اسلامي فلسفي جو سونهري دور، اوڻويهين صديءَ ۾ اسلامي فلسفو ۽ علم تصوف شامل آهن. ان کان سواءِ متراجو مذهب، ٻڌ ڌرم ۽ عيسائيت جي حوالي سان دنيا ۾ جيڪي نظريا ۽ فلسفا رائج آهن، تن جي قرآن مجيد جي روشنيءَ ۾ وضاحت ڪئي وئي آهي.

304 صفحن جي ڊيمي سائيز جي هن ڪتاب کي سنڌيڪا اڪيڊميءَ پاران 2001ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو ويو. جڏهن ته هن جي قيمت 150 روپيا آهي.

**اسلم راهي:** اسلم راهي عرف اسلم شيخ، 13 نومبر 1971ع تي ڳوٺ وليد شيخ دڙي تعلقي دادوءَ ۾ جائو. ابتدائي تعليم پنهنجي ڳوٺ مان حاصل ڪيائين. سندس تعليم ايم.اي آهي. تعليم سان گڏ فن

موسيقيءَ سان بہ وابستہ آهي. موسيقيءَ ۾ سندس استاد خادم حسين سخيراڻي ۽ منظور سخيراڻي آهن. اسلم راهي سوين محفلن ۾ ڳائي چڪو آهي. سنڌ جي مختلف شهرن



کان سواءِ لاهور ۽ ميان چنون ۾ بہ پنهنجي فن جو مظاهرو ڪري آيو آهي. هن ريڊيو ۽ ٽيليويزن تي بہ ڳايو آهي. زاهد ملڪ معرفت ڪوثر ٻرڙي جي ڪوشش سان ريڊيو تي پهتو ۽ ٽيليويزن تي اطهر منگيءَ جي تعاون سان اعجاز عليم عقيليءَ جي پروگرام 'پرک' ۾ پنهنجي فن جو مظاهرو ڪيائين. سندس ڳائڪيءَ تي مبني ڇهن کان وڌيڪ ڪيسٽون رليز ٿي چڪيون آهن.

**اشرف بلوچ**: اداڪار، اسٽيج آرٽسٽ ۽ ڪمپيئر اشرف بلوچ حيدرآباد ۾ ڄائو ۽ سچل آرٽس ڪاليج ۾ پڙهيو. 1984ع ڌاري ڪاليج ۾ هڪ اسٽيج ڊرامي ۾ حصو ورتائين. فيروز الدين 'احساس'، بلاول پرديسي، بشير احمد سندس استاد هئا. ريڊيو



تي پروڊيوسر انور بلوچ سندس آواز جو امتحان وٺي ڪيس سنڌي ڊراما آرٽسٽن جي لسٽ ۾ شامل ڪيو. سندس پهريون ڊرامو 'واڇوڙن جي واٽ' آهي. پاڻ ڊراما آرٽسٽ سان گڏوگڏ تمام سٺو اناؤنسر ۽ ڪمپيئر پڻ آهي. ڪجھ گيت بہ ڳايا اٿس. ڪجھ سنڌي فلمن جي ڊبنگ بہ ڪئي اٿس. 'اوهان جي فرمائش'، 'صبح مهراڻ' ۽ 'يادون وسرنديون ڪونہ' جهڙن ريڊيو پروگرامن جي ڪمپيئرنگ بہ ڪري چڪو آهي. ريڊيو خيرپور جي پهرئين سنڌي ڊرامي ۾ حصو وٺڻ جو شرف بہ کيس حاصل آهي. خيرپور ريڊيو تان جهانگير قريشيءَ جي پيش ڪيل امر جليل جي ڊرامي ۾ پڻ ڀرپور نمونې ڪردار نڀايائين. ريڊيو کان علاوه ٽي، ويءَ جي ڪجھ ڊرامن ۾ حصو ورتو اٿس ۽ خيرپور، حيدرآباد، پني عاقل ۽ نواب شاهہ ۾ ڪيترا اسٽيج ناٽڪ ڪري چڪو آهي.

**اشفاق انصاري**: اشفاق انصاري نامور اديب، انيس انصاريءَ جو فرزند آهي، هن 4 فيبروري 1953ع تي لاڙڪاڻي ۾ جنم ورتو. گريجوئيشن تائين تعليم حاصل ڪيائين. سندس پرورش ادبي ماحول ۾ ٿي، جنهنڪري کيس ڪتابن پڙهڻ ۽ لکڻ جو شوق پيدا ٿيو. ادبي زندگيءَ جي شروعات 1968ع کان اخبارن ۾ مضمونن لکڻ سان ڪيائين. سندس پهرين ڪهاڻي 1970ع ۾ ڇپي. سندس ويھ کان مٿي ڪهاڻيون سنڌ جي مختلف رسالن جهڙوڪ: مهراڻ، برسات، سوجهرو، سنگت، اديون ۽ ڊائجسٽ ۾ ڇپيون آهن.

اشفاق انصاريءَ جو هڪ ڊرامو 'پاتال' پي. ٽي. وي تي بيدل مسرور جي ڊائريڪشن سان ٽيليڪاسٽ ٿيو. هن انگريزي ادب مان ڪجھ ڪهاڻين جا ترجما بہ ڪيا آهن، جن کي ڪافي ناماچاري ملي آهي. ني ڪجھ عرصو شاعري بہ ڪئي.



اشفاق انصاري نوڪري جي شروعات فوٽوگرافر طور ڪئي. NADRA ۾ اسسٽنٽ ڊائريڪٽر طور سنڌ، بلوچستان ۽ اسلام آباد ۾ خدمتون انجام ڏنائين. والد وانگر 35 سالن کان ذاتي ڊائري لکندو اچي. هن وقت پنهنجي جيون ڪٿا پڻ لکي رهيو آهي. سندس خاندان جي فردن ۾ مشتاق انصاري، اشتياق انصاري، اخلاق انصاري، اسحاق انصاري ۽ شبنم گل پڻ ادبي سڃاڻپ رکن ٿا. هن جي ڪهاڻين جو ڪتاب 'پاتال' ۽ جيون ڪٿا 'منهنجي ڪهاڻي' زير اشاعت آهن.

**اعواڻ محمد حسين 'ڪروڙ پتي'**: محمد حسين ولد غلام حسين اعواڻ، سنڌي ادب جي دنيا ۾، 'ڪروڙ پتي' جي نالي سان ڄاتو سڃاتو وڃي ٿو. هو 24 ڊسمبر 1923ع تي ٽنڊي آدم، ضلعي سانگهڙ ۾ ڄائو.



هلڪي هاني ڪاٺيءَ وارو، قدآور، رنگ جو سانورو، خوش طبع، خوش خلق ۽ خوش مزاج شخصيت جو مالڪ هو. پرائمري تعليم مختلف شهرن: ٽنڊي آدم، نوابشاهہ، شهدادپور، دادو ۽ سکر ۾، ثانوي تعليم ميرپورخاص، ڪوٽڙي ۽ حيدرآباد جي هاءِ اسڪولن مان ورتائين. مئٽرڪ پاس ڪرڻ کان پوءِ ڪليڪٽر (ڊپٽي ڪمشنر) نوابشاهہ جي آفيس ۾ دفتري ڪلارڪ جي حيثيت سان پرتي ٿي سرڪاري ملازمت جو آغاز ڪيائين. محنت ۽ هوشياريءَ سبب ترقي ڪندي ڪاڌ خوراڪ واري کاتي ۾ ڊپٽي ڊائريڪٽر جي عهدي تان رٽائر ڪيائين.

ڪروڙ پتي، ڪڇهريءَ جو مور، يارن جو يار، زنده دل انسان ٿي گذريو آهي. رٽائرمينٽ کان پوءِ ڪراچيءَ ۾ هوميو ڪلينڪ کولي ڪاميابيءَ سان زندگي گذاريائين. هو هوميو پيٿڪ جو ماهر معالج هو. وٽس هوميو پيٿيءَ جي ڪتابن جو وڏو تعداد موجود هوندو هو.

ڪروڙ پتي، جڏهن ڪوٽڙي ميونسپل هاءِ اسڪول ۾ انگريزي چوٿون درجو پڙهندو هو، تڏهن کان ڪهاڻيون لکڻ شروع ڪيائين. هن پنهنجي هڪ قابل اُستاد نور محمد کان متاثر ٿي ادب جي ميدان ۾ پير پاتو ۽ پنهنجي قلم وسيلي ادب، خاص ڪري مزاحيہ ادب جو ميدان ماري بيٺو. هن پهرين 'خواب'، پوءِ 'بيدار مغز' ۽ آخر ۾ 'ڪروڙ پتيءَ' جي تخلص سان لکڻ شروع ڪيو. ڪروڙ پتي پنهنجي مشهور مزاحيہ افساني 'بيوڪ ۽ مرڪيوري' جي آغاز ۾ پنهنجو تعارف هن ريت ڪرايو آهي:

نالو اوهان کان ڳجهو نہ آهي، پيءُ جو نالو غلام حسين، ذات اعوڻ، تخلص 'خواب'. مگر ننڊ کجھ گھٽ اچڻ لڳي، تنهنڪري 'بيدار مغز' جو تخلص بہ پاڻ نہ پيو ۽ ويسر جو مرض وڌي ويو. هاڻي 'ڪروڙ پتي' (تخلص)، ڏسجي تہ 'ڪروڙ پتي' بہ ڪيترا ڏينهن ٿو هلي. جنم جي تاريخ 24 ڊسمبر 1923ع، ڏينهن جمعي جو، مهينو رمضان سڳورو ۽ وقت فجر جي نماز جو يعني ان حساب سان جيڪڏهن وقت جي نزاڪت کي نظر ۾ رکندي 'سيد' سڏايان تہ ڪي قدر حق بجانب ٿيندس." (1)... صدين بعد ڪو قدردان، عاليشان، بلند مڪان ۾ ويهي، مون تي هن طرح مهرباني ڪري تہ 'ڪروڙ پتي' چوڏهين صدي هجريءَ جو هڪ انڌو اديب! جيڪي سمجھ ۾ ايندو هوس، رهڙي رکندو هو، ڪيس نہ گرامر جو خيال هو نہ وري ادب جو خيال هو، نہ وري ادب جي اصولن جي ڄاڻ. تنڊي آدم سنڌ جو وينل هو، محمد حسين نالو هئس، هڪڙو هو، تنهنڪري سڃاڻيءَ تي 'ڪروڙ پتي' جو پوش چاڙهي ڇڏيو هئائين. (حوالو: ماهوار سارنگ، حيدرآباد عورت نمبر، ص 49 ۽ ماهوار نئين زندگي، ڪراچي مارچ 1962ع، ص 64).

1947ع کان اڳ ۽ پوءِ واري دور ۾ 'ڪروڙ پتي' جو نالو سنڌي ادب جي آسمان تي هڪ مزاح نگار جي حيثيت ۾ اڀريو. سنڌس مزاحيہ تحريرون، اصلاحي ۽ خالص مزاح ۾ سنواريل آهن. هن ماحول مان ڪنيل ڪردارن کي مزاحيہ انداز ۾ پيش ڪيو. سنڌس نالو مزاحيہ ادب ۾ سرفهرست رهندو. سنڌس ادبي ڪاوشون 1950ع- 1960ع وارن ڏهاڪن ۾ عروج تي پهتل هيون. ان دور جي اهم رسالن 'نئين زندگي'، 'سارنگ' (حيدرآباد)، 'فردوس' (هالا)، 'رهنما' (نوابشاهه)، 'قلمستان' (ڪراچي) ۽ 'اسان جي منزل' (دادو) ۾ شايع ٿينديون هيون. ڪروڙ پتيءَ جي مضمونن، ڊرامن ۽ افسانن ۾ مزاح جا جاندار نمونا ملن ٿا، جهڙوڪ: 'چاچو'، 'پائتيو'، 'ماسي ۽ مجيد'، 'خاوند ڏنو خاوند'، 'الو ۽ اچ جو عاشق'، 'عورت ۽ لونگ فقير جي ٻڪري'، 'بيوڪ ۽ مرڪيوري'، 'ڪروڙ پتي ۽ ڪامني ڪوشل'، 'قسمت' (ڊرامو)، 'ڪنوارو ڪلارڪ' (ڊرامو)، 'نبض شناس' (افسانو) ۽ 'پيلي ڪا خوشبوءِ ڏي تہ ٽاٽائي وٺان'.

ڪروڙ پتيءَ جي افسانن جا ٻہ مجموعا ڇپيل آهن: (1) ماسي ۽ مجيد 1987ع ۽ (2) نبض شناس هي مجموعا 1987ع ۾ 'ڏنڊو ڪونڊي' پبليڪيشن پاران شايع ٿيا.

**اقبال** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب اصل ۾ اردو جي مشهور اديب احمد نديم قاسميءَ جو لکيل هو، جنهن جو سنڌي ترجمو مشهور اديب ولي رام ولڀ ڪيو آهي. هن ڪتاب جي نظر ثاني مشهور اديب ظفر حسن ڪئي آهي. هي ڪتاب اقبال جي سوانح ۽ سنڌس ڪلام تي مشتمل آهي. رائل سائيز ۽ ڪچي جلد سان، 64 صفحن تي مشتمل هي ڪتاب علامہ اقبال جي سؤ ساله جنم ڏينهن جي موقعي تي بورڊ فار ائڊوانسمينٽ آف لٽريچر، لاهور پاران 1977ع ۾ ڇپجي پڌرو ٿيو.

**اقبال چوڌري**: ناليواري پروفيسر محمد اقبال چوڌريءَ 11 سيپٽمبر 1959ع تي ڪراچيءَ ۾ جنم ورتو. نومبر 1980ع ۾ سائنس ۾ گريجوئيشن، سيپٽمبر 1983ع ڌاري ڪراچي يونيورسٽيءَ مان نامياتي ڪيميا (Organic Chemistry) ۾ ايم. ايس. سي، نومبر 1987ع ۾ ڪراچي يونيورسٽيءَ جي اداري "HEJ" ريسرچ انسٽيٽيوٽ ڪراچيءَ مان نامياتي ڪيميا (Organic Chemistry) ۾ پي.ايڇ.ڊي ڪيائين.



هن پنهنجي شعبي سان لاڳاپيل ڪيترن ئي محڪمن ۾ ملازمت ڪئي. نومبر 1985ع کان نومبر 1986ع تائين علم ڪيميا جي شعبي، پينسلوانيا اسٽيٽ يونيورسٽي آمريڪا ۾ 'ريسرچ ايسوسيئيٽ'، ڊسمبر 1986ع کان آڪٽوبر 1987ع تائين ڪراچي يونيورسٽيءَ جي اداري "HEJ" ريسرچ انسٽيٽيوٽ ڪيمسٽري ۾ سينئر ريسرچ فيلو، ڊسمبر 1987ع کان ڊسمبر 1988ع تائين ڪورنل يونيورسٽي اٿاچا آمريڪا ۾ علم ڪيميا جي شعبي ۾ 'پوسٽ ڊاڪٽرل ريسرچ ايسوسيئيٽ'، سيپٽمبر 1989ع کان نومبر 1989ع تائين آمريڪا جي ويسٽ لفاينيٽي انڊيانا يونيورسٽيءَ جي طبي ڪيميا جي شعبي ۾ وزيٽنگ سائنٽسٽ، جون 1989ع کان سيپٽمبر 1989ع تائين اٿاچا يونيورسٽي آمريڪا جي علم ڪيميا جي شعبي ۾ وزيٽنگ سائنٽسٽ، ڊسمبر 1988ع کان جولاءِ 1994ع تائين ڪراچي يونيورسٽيءَ ۾ علم ڪيميا جي اداري "HEJ" ريسرچ انسٽيٽيوٽ ۾ اسٽنٽ پروفيسر، 1988ع ۾ آمريڪا جي ڪئليفورنيا سٽن ڊيگو جي بحري سمنڊ جي ڄاڻ واري اداري ۾ سينئر فل برائٽ فيلو جولاءِ 1994ع کان اپريل 2000ع تائين ڪراچي يونيورسٽيءَ جي ڪيميائي اداري "HEJ" ريسرچ انسٽيٽيوٽ جو ائسوسيئيٽ پروفيسر ٿي رهيو ۽ جون 1995ع کان سيپٽمبر 1998ع تائين پاڪستان جي ڪيميڪل سوسائٽي جو جنرل سيڪريٽري ٿي رهيو. چوڌري محمد اقبال ڪيترن اهم ادارن جي ايسوسيئيشنن جو ميمبر پڻ رهيو، جن ۾ ڪجھ اهم ادارا ۽ ايسوسيئيشنون هن ريت آهن. (1) رائل سوسائٽي آف ڪيمسٽري (لنڊن)، (2) آمريڪن ڪيميڪل سوسائٽي، (3) ڪيميڪل سوسائٽي آف پاڪستان، (4) (IUPAC) انٽرنيشنل يونين آف پيوئر ائنڊ اپلائيڊ ڪيمسٽري، (5) آمريڪن سوسائٽي آف فارماڪولاجي، (6) دَ نيويارڪ اڪيڊمي آف سائنسز ۽ (7) فيڊريشن آف ايشين ڪيميڪل سوسائٽيز.

چوڌري محمد اقبال ڪيترائي اهم ڪتاب لکيا آهن. جيڪي ڪيترن ملڪي ۽ غير اشاعتي ادارن شايع ڪرايا آهن. جن مان ڪجھ اهم هيٺ ڏجن ٿا.

(1) Solving Problems with NMR Spectroscopy, Academic Press San Diego 1995

(2) Recent Discoveries in natural product chemistry Elite Publisher 1996

(3) Progress in Medicinal Chemistry (Vol :1) Hurwood Academic Publisher Amestrudum 1996

(4) Biological Inhibitors (Vol: II)

(5) New Trends in Natural Product Chemistry

ان ڪانسواءِ چوڌري محمد اقبال ڪيترائي تحقيقي مقالا پڻ لکيا، جيڪي ڪيترن ئي ملڪي توڙي غير ملڪي اشاعتي ادارن شايع ڪيا. 1996ع ۾ علم ڪيميا تي ڪيترن ئي تحقيقي مقالن لکڻ ڪري کيس ڪيترا انعام ۽ اوارڊ مليا. جهڙوڪ: (1) نيشنل بُڪ فائونڊيشن جي طرفان پهريون انعام، (2) 1998ع ۾ عالمي ماحولياتي اداري "LEAD" "Feadership in Environment and Development" جو فيلو، (3) 1994ع ۾ 'Third World Academy of Sciences' جو 'Young Chemist Award'، (4) اپريل 1993ع ۾ ايم. رضيع الدين گولڊ ميڊل آف پاڪستان اڪيڊمي آف سائنس، (5) 1990ع ۾ علم ڪيميا تي پروفيسر عبدالسلام پرائيز، (6) 98-1997ع ۾ فل برائيٽ ريسرچ اوارڊ (USA)، (7) 1997ع ۾ کيس پاڪستان جي صدر طرفان 'تمغهِ امتياز' ڏنو ويو هن وقت ڊاڪٽر محمد اقبال چوڌري ڪراچي يونيورسٽيءَ جي اداري 'HEJ' ريسرچ انسٽيٽيوٽ ڪيمسٽريءَ ۾ پروفيسر آهي.

**اقبال حامد**: صحافي سيد اقبال حسين ولد سيد حامد حسين مالوف ديو بند (ڀارت) ۾ 1929ع ڌاري جنم ورتو. راجپوتانه جي رياست ڪوٽه مان تعليم حاصل ڪيائين. سياسي طور مسلم ليگ سان لاڳاپيل هو. ورهاڱي بعد پاڪستان ۾ کيس هڪ ڀيرو گرفتار به ڪيو ويو. اڳتي هلي حيدرآباد سينٽرل جيل ۾ ڪلارڪ مقرر ٿيو. 1949ع ڌاري ڪراچيءَ مان 'امروز' اخبار شروع ٿي ته سڀ کان پهرين حيدرآباد ۾ اقبال حامد ان اخبار جو نمائندو مقرر ٿيو ان



کانپوءِ 1981ع تائين جنگ اخبار ۾ نوڪري ڪرڻ سميت مختلف اخبارن ۾ ڪالم لکندو رهيو هن روزانه جسارت، روزانه نواءِ وقت، روزانه امن، روزانه امروز، روزانه عبرت، روزانه مهراڻ ۾ ڪالم لکيا. حيدرآباد پريس ڪلب جي باني ميمبرن مان هو. جنهن جو پهريون صدر به چونڊيو ويو ۽ لاڳيتو اٺن سالن تائين صدر رهيو هن ٽيبل ٽينس جي وڏي ٽورناميٽ سڀ کان پهرين حيدرآباد پريس ڪلب ۾ ڪرائي. اقبال حامد هاڪيءَ جو به بهترين رانديگر هو ڪافي وقت حيدرآباد جي هاڪي ائسوسيئيشن جو سيڪريٽري رهيو اقبال حامد کي تحريڪ پاڪستان ۾ نمايان حصو وٺڻ تي 14 آگسٽ 1987ع تي هڪ تعريفي سند ۽ روڪ انعام مليو هن 11 مارچ 1988ع تي حيدرآباد ۾ وفات ڪئي.

**اڪوپنڪچر**: اڪوپنڪچر علاج جو هڪڙو اهڙو طريقو آهي، جنهن ۾ جسم ۾ سيون هڻيون وينديون آهن. ائين ڪيترين ئي بيمارين جو علاج ۽ سور ختم ڪري سگهبو آهي. دنيا جا ڪيترا سائنسدان هن قسم جي علاج رستي ماڻهن جو علاج ڪري رهيا آهن. جڏهن ته ڪي اهڙا به آهن، جيڪي اجا تائين هن طريقي کي ايترو فائديمند نه ٿا سمجهن.

اڪوپنڪچر آهستي آهستي پاڪستان ۾ به عام ٿي رهيو آهي. اصل ۾ علاج جو هي هڪ چيني طريقو آهي، جنهن آهستي آهستي سڄيءَ دنيا ۾ شهرت حاصل ڪئي آهي. 1979ع ۾ صحت جي عالمي اداري پڻ هن طريقي سان علاج جي پنيرائي ڪئي هئي.

اڪوپنڪچر، علاج جو پنج هزار سال پراڻو طريقو آهي، جنهن ۾ عمدي ۽ سنهي قسم جون ڌاتن جون نهيل سيون انساني جسم جي ڪن مخصوص هنڌن تي، چمڙيءَ ۾ هڻيون وينديون آهن. جيئن ته اڪوپنڪچر علاج جا موجد چيني آهن، تنهنڪري هنن جو چوڻ آهي ته جسم ۾ ٻن قسمن جون لهري قوتون يا شڪتيون آهن. جن کي 'ينگ' (ناڪاري) ۽ 'يانگ' (هاڪاري) شڪتيون سڏيو ويندو آهي. ائين جڏهن جسم ۾ انهن ٻنهي قسمن جون شڪتيون ۾ سندن وهڪ هڪ ڪري ٿئي ٿي، تڏهن شڪتيءَ جي اهڙي وهڪ واري حالت کي 'چي' سڏجي ٿو ۽ انسان صحت مند رهي ٿو. پر جڏهن ينگ يانگ ۾ گڙٻڙ پيدا ٿئي ٿي ته ماڻهو بيمار ٿي پوي ٿو. انهيءَ جو سبب ڪنهن به هڪ شڪتيءَ جو وڌي وڃڻ ۽ ٻيءَ جو گهٽجي وڃڻ به ٿي سگهي ٿو.

اڪوپنڪچر لاءِ جسم ۾ اهڙا ڪيترا مخصوص هنڌ هوندا آهن، جتي سيون هڻيون وينديون آهن. اهڙا هنڌ چمڙيءَ جي هيٺيان ڏَهَه ۾ هوندا آهن ۽ انهن جو واسطو وري مختلف اندرين عضون سان هوندو آهي. اهڙا هنڌ ڊيگهه ۾ انچ جي ڏهين حصي جيترا سڌا ۽ هڪ ليڪ ۾ هوندا آهن. اهڙن هنڌن تي سيون هڻي ڪيترين بيمارين جو علاج ڪيو ويندو آهي. جسم ۾ اهڙا 361 بنيادي هنڌ آهن. انهيءَ ڪانسواءِ ڪوجنائن دوران اهڙا پنج سؤ کن ٻيا به هنڌ لڌا ويا آهن. اڪوپنڪچر وسيلي هيٺين بيمارين جو ڪامياب علاج ڪري سگهبو آهي:

سنڌن جو سور (GOUT) خاص طور تي پيٽ، گوڏي ۽ آڱرين جو سخت ۽ سوڄ پيدا ڪندڙ درد، سنڌن جو سور، ڏند جو سور، عصبي سور يعني ته تنتن ۾ پونڊڙ سخت ۽ ٽاٽ سان اپرندڙ سور، مٿي ۾ هر هر ۽ سخت پونڊڙ سور، گهڻو ڪري اڌ مٿي ۽ اڌ منهن ۾، آگاري (معدي ۾ تيزابيت جو وڌي وڃڻ)، ننڊ نه اچڻ، وڌيل بلڊ پريشر، دم، گهڻو پگهر اچڻ، نامردي، تنتي دٻاءُ، ڪنن جو وڄڻ، حيض ۾ گڙٻڙ، مرگهي، ڊائريا، قبضي، اپينڊڪس ۾ سور، ٻارڻ جو هنڌ ۾ مٺڻ ويم ۾ تڪليف، شاڪ واري حالت، دل جو سور، چيلهه جو سور، ڪنڌ جو سيٽجي وڃڻ، موچ، اڌرنگ، هيٺئين ڌڙ جو سڪي وڃڻ، لقوو، هسٽيريا، دماغي خلطن، نظر گهٽجي وڃڻ، ڪليون پوڻ، سرسام، پوليو، صفراوي حالتون، بخار ۽ هڏڪي وغيره. انهيءَ ڪانسواءِ اڪوپنڪچر وسيلي انهن ماڻهن جو ڪامياب علاج ڪري

سگهجي ٿو. جيڪي ھوڙا ھوندا آھن. چين ۾ اھڙن ڪيترن ھارڙن تي ڪامياب تجربا ڪيا ويا آھن. جيڪي جائي جم ڪان گونگا ۽ ٻوڙا ھيا. تجربن مان اسي سيڪڙو ٻارڙا ٺيڪ ٿي ويا. ھن قسم جا ڪامياب تجربا آمريڪا ۾ به ٿي رھيا آھن. صحت جي عالمي اداري جي رپورٽ موجب دنيا جي ڪيترن ملڪن ۾ اڪوپنڪچر علاج وڏي شھرت حاصل ڪري رھيو آھي. چين، جپان، ڪوريا، آسٽريا، بيلجيم، اولھه جرمني، اٽلي، ھانگ ڪانگ، اسپين، يونان، نيدرلينڊ، تائيوان، مڪسيڪو، ڪئناڊا ۽ برطانيه وغيره اھڙا ملڪ آھن، جتي ھن طريقي سان ڀرپور علاج ڪيو وڃي ٿو.

اڪوپنڪچر علاج جي ھڪڙي خوبي ھيءَ به آھي ته ھي ڪو مھانگو علاج نه آھي. ھن لاءِ رڳو ڪجھه سُئين ۽ بجلي پسرائيندڙ اوزارن جي ضرورت ھوندي آھي. اسلام آباد ۾ به ھڪڙي اھڙي سرڪاري پالي ڪلينڪ آھي، جتي مريضن جو مفت علاج ڪيو ويندو آھي. پاڪستان ۾ اڪوپنڪچر شفاخانا، ڪيترن ھنڌن تي قائم ٿي چڪا آھن. جتي مريضن جو علاج ڪيو ويندو آھي. پاڪستان ۾ ڪراچي، اسلام آباد، راولپنڊي، لاھور، ڪوئيٽا ۽ پشاور ۾ ھن قسم جا شفاخانا آھن.

سنڌ ۾ ڊاڪٽر سليمان شيخ اھڙن ڪامياب ماھرن مان ھڪ آھي، جيڪو اڪوپنڪچر وسيلي ماڻھن جو علاج ڪندو آھي. پاڻ انھيءَ لاءِ چين مان مھارت حاصل ڪري آيو آھي ۽ 'پين ڪلينڪ' نالي وڪٽوريا روڊ، ڪراچيءَ ۾ سندس شفاخانو آھي. ھن علاج جي مقبوليت جو سبب نه رڳو سَستائپ ۽ سُئين جو استعمال آھي، پر ھي ھھراڙين ۽ جنگي حالتن دوران به ڪاميابيءَ ۽ سولائيءَ سان استعمال ڪري سگھبو آھي. ٿلھي ليکي چئي سگھجي ٿو ته ھن جا ھيٺيان فائدا آھن.

(1) ھن جا ڪي به اگرا اثر يا سائيڊ افيڪٽس ڪونه آھن. (2) جسماني ڪمن ڪارين ڪي سر ۾ آڻي ٿو. (3) جسم ڪي بيمارين سان مقابلي ڪرڻ لاءِ وڌيڪ پڙ ڪري ٿو. (4) ھھراڙين، جابلو علائقن ۽ جنگي حالتن ۾ سولائيءَ سان استعمال ڪري سگھجي ٿو. (5) انھن مرضن جي پاڙ پٽي ٿو، جيڪي انگريزي دوائن سان ڇٽي نه ٿا سگھن. (6) آپريشن جي سور کي ختم ڪرڻ لاءِ استعمال ۾ آڻي سگھجي ٿو. (7) ڪيترن قسمن جي سور کي ختم ڪري ٿو، خاص طور ڏند جي سور کي. (8) ھي ھڪ سستو ۽ سولو طريقو آھي. سندس ورلي ھيٺيان سائيڊ افيڪٽس يا اگرا اثر به ٿي سگھن ٿا. جھڙوڪ:

(1) اسٽرلائيز سيون استعمال ۾ نه آڻڻ ڪري پڪريز ٿيڻ يا ڪي بيماريون ھڪ ڪان ٻئي مريض ۾ منتقل ٿيڻ. (2) انھن مريضن کي غش ڪري سگھي ٿو، جيڪي حساس، گھڻا ٿڪل ۽ بڪايل ھوندا آھن. (3) ڪمزوز مريضن جو غش ٿيڻ، پگھر اچڻ، اوڪارا، قي. (4) رئيس عضون کي نقصان. (5) سئي پڃي پوڻ ۽ جسم ۾ رھجي وڃڻ واري حالت ۾ نقصان ۽ (6) ڳريوتيءَ جي حالت ۾ ڇڪيءَ جو انديشو.

ان ڪانسواءِ ڪي اھڙا مريض به ھوندا آھن جن کي اڪوپنڪچر نه ڪيو ويندو آھي. جھڙوڪ:

(1) حساس مريض. (2) گھڻا ڪمزور. (3) ڳورھاريون عورتون. خاص طور تي اھي جن کي ٻھرئين ٽن مھينن جو پيٽ ھوندو آھي. (4) رت جي گھٽ ٻڙ وارين حالتن ۾. (5) توائي باز مريض. (6) ڪاوڙيل ھجڻ وقت. (7) نشي ۾. (8) چمڙيءَ جي پڪريزواري حالت ۾ ۽(9) ماھواريءَ دوران.

اڪوپنڪچر وسيلي ڪيترن عادي ماڻھن جو به علاج ڪري سگھبو آھي. سگريٽ ۽ ٻين نشن جي عادي ڪيترن ماڻھن کي ڇڏايو ۽ ڇڏايو ويو آھي. آفيمي ۽ ھيروئن واپرائيندڙ ماڻھن جي ڪامياب علاج ڪانپوءِ ڪين انھن عادتن جي وري ھير نه ٿي ٿئي. پئرس ۾ ته سگريٽ ڇڏائڻ لاءِ اھڙيون ڪيتريون ڪلينڪون کوليون ويون آھن. جتي اڪوپنڪچر وسيلي ماڻھن جي سگريٽ جي ھير پڳي ويندي آھي. ھانگ ڪانگ جنھن کي نشن جو ڳڙھه سڏيو ويندو آھي، اتي ته اڪوپنڪچر تمام عام استعمال ڪيو ويندو آھي. اھڙا ٿلھا ماڻھو به اڪوپنڪچر وسيلي پنھنجو وزن گھٽرائي سگھن ٿا.

**البلاغ المبين** (رسالو): ھيءَ ماھوار سنڌي مذھبي رسالو مولانا مفتي محمد صاحبداد ناصح جماليءَ جي ادارت ھيٺ 1926ع کان گروناڪ پرنٽنگ پريس شڪارپور مان ڇپجي پڌرو ٿيو. ھيءُ رسالو 180 صفحن تي مشتمل ھوندو ھو. جنھن ۾ مذھبي ۽ تاريخي مضمونن کان سواءِ فتوائون به شايع ڪيون وينديون ھيون. ھيءُ رسالو ڪجھه عرصو ھلي بند ٿي ويو.

**الحبيب** (رسالو): ھيءُ ماھوار سنڌي رسالو ماستر پير بخش ناپر، مولانا عبدالڪريم چشتيءَ جي چوڻ تي 1923ع ۾ چنڊ ڳوٺ ضلعي شڪارپور مان جاري ڪيو. ھن رسالي ۾ قومي اسلامي ڏينھن، ديني عالمن جي حياتين ۽ ڪارنامن توڙي تاريخ ۽ فلسفي جي عنوانن ھيٺ عبدالڪريم چشتيءَ سميت مختلف عالمن جا مضمون شايع ٿيندا ھئا. ھر پرچي ۾ مولانا عبدالڪريم چشتيءَ جا مختلف موضوعن تي خاص مضمون شايع ٿيندا ھئا. ھيءُ رسالو ڪيترو ئي وقت جاري رھيو ۽ پڙھندڙن ۾ ڪافي مقبول ٿيو.

**الحنيف** (اخبار): ھيءُ ھفتيوار سنڌي اخبار پير آغا محمد حسن جان سرھنديءَ جي سرپرستيءَ ھيٺ ڳوٺ جاڳڻ تعلقي شڪارپور مان 1925ع ڌاري جاري ٿي. ھن اخبار جو پھريون ايڊيٽر غلام نبي عبدالسميع قريشي ھو. حافظ خير محمد اوحديءَ ھن اخبار جي اجراءَ جو سال 1934ع ڄاڻايو آھي. ھيءَ اخبار پھرين سنڌ زميندار پريس سکر مان شايع ٿيندي ھئي. پوءِ شڪارپور ۾ ھڪ الڳ عمارت وٺي پريس لڳائي وئي. 1926ع ۾ ھن اخبار جو ايڊيٽر نامور صحافي ۽ اديب ڪريم بخش ٿانوري مقرر ٿيو ھيءَ اخبار پھرين ديني تبليغ لاءِ استعمال ٿيندي ھئي، بعد ۾ سياسي رنگ اختيار ڪيائين. 1929ع ۾ ھن اخبار جو ايڊيٽر محمد حسين کھاوڙ مقرر ٿيو. 1930ع ۾ ھن اخبار کي جيڪب آباد منتقل ڪيو ويو. مولوي ابراھيم خليل پڻ ڪجھه عرصو ھن اخبار جو ايڊيٽر رھيو. حافظ خير محمد

اوحدي هن اخبار لاءِ لکي ٿو تہ: ”الحنيف اخبار جو آواز اسرا فيل جي صور هو. جنهن صدين کان ستل قوم کي غفلت جي ننڊ مان بيدار ڪيو ۽ ان کي برطانوي سامراج خلاف ميدان ڪارزار ۾ آڻي کڙو ڪيو“. حافظ خير محمد اوحدي بہ هن اخبار جو ڪجهہ وقت لاءِ ايڊيٽر رهيو.

**الطاف آگرو:** ادب دوست، سماجي ۽ ادبي ڪارڪن. الطاف آگري جو مڪمل نالو الطاف حسين ولد روشن ضمير آگرو آهي. هن 28 جنوري 1960ع تي ڳوٺ محمد خان آگري، تعلقي ڪنڊياري، ضلعي نوابشاهہ (نوشهري فيروز) ۾ جنم ورتو.



پرائمري ۽ ثانوي تعليم مڪمل ڪرڻ ڪانپوءِ، ڊپلوما آف ائسوسيئيٽ انجنيئرنگ جو امتحان پاس ڪري هن وقت سول انجنيئر طور خدمتون سرانجام ڏئي رهيو آهي.

الطاف آگرو، نامور ليکڪ ۽ اديب غلام رباني آگري جو سؤٽ آهي. ننڍپڻ کان وٺي سندس صحبت ۽ ادبي ماحول ۾ رهيو. ان ڪري هن ۾ لکڻ پڙهڻ جو شوق پيدا ٿيو. ڪيترائي مضمون ۽ ليک لکي چڪو آهي. سندس مضمون، ڪهاڻيون ۽ ڪالم مختلف اخبارن ۽ رسالن ۾ ڇپجي چڪا آهن. خاص طرح تہ ماهي ’مهراڻ‘ ۽ ’عبرت‘ اخبار ۾ سندس ڪالم ’ڳالهہ آهي زماني جي‘ جي سري هيٺ شايع ٿيندو رهيو آهي.

هن غلام رباني آگري جا هيٺيان ڪتاب ترتيب ڏئي ڇپرايا آهن. (1) آب حيات (ڪهاڻي- ڪليات)، 2011ع، (2) سنڌي ڪلچر، 2010ع، (3) هنگلاج ۾ چانهہ (سفرنامو)، 2012ع ۽ (4) ٿيا قلب قرار (مضمون، مقالا، يادگيريون، ترجما، تقريرون ۽ خاڪا)، 2013ع. الطاف آگرو هن وقت سنڌ يونيورسٽي ڪوآپريٽو هائوسنگ سوسائٽي، ڄامشوري ۾ رهائش پذير آهي.

**الطاف عاصي، ڊاڪٽر:** سنڌ جي ناليواري شاعر ڊاڪٽر الطاف عاصيءَ جو پورو نالو الطاف حسين ولد عبدالغفور چانڊيو آهي. سندس جنم پهرين جولاءِ 1969ع تي ڳوٺ رئيس پنيوي خان چانڊيي، تعلقي ميرو خان، ضلعي لاڙڪاڻي ۾ ٿيو.



هن ابتدائي تعليم ڳوٺ سعد الله چانڊيي مان حاصل ڪئي. مئٽرڪ ۽ انٽر گورنمينٽ ڪاليج شهدادڪوٽ مان ڪيائين. ڊي. ايم. پي. ايس جي ميڊيڪل ڊگري لاهور (پنجاب) مان حاصل ڪري ڊاڪٽريءَ جو پيشو اختيار ڪيائين. بعد ۾ ايم. اي (سنڌي) شاهہ لطيف يونيورسٽيءَ مان ڪيائين.

ڊاڪٽر الطاف ادبي زندگيءَ جي شروعات 1980ع کان شروع ڪئي. لاڙڪاڻي سول اسپتال ۾ نوڪري هجڻ ڪري، سندس اديبن سان اڪثر ميل ملاقاتون ٿينديون رهنديون هيون. هن لاڙڪاڻي ۾ هڪ خانگي ڪلينڪ کولي، جنهن ۾ اڪثر غريبن جو علاج مفت ۾ ڪندو هو. سندس ڪلينڪ اديبن جو مرڪز هوندي هئي. ان ڪلينڪ تي ٿيندڙ روزاني ڪچهريءَ ۾ نامور محقق ۽ لطيف شناس ڊاڪٽر شاهنواز سوڍر، سرڪش سنڌي، سرمد چانڊيو ۽ زخمي چانڊيو شامل هوندا هئا. ڊاڪٽر الطاف عاصيءَ تي سرڪش سنڌيءَ جي صحبت جو گهرو اثر رهيو آهي. سندس شاعريءَ ۾ مزاحمتي عنصر نمايان آهي ۽ اها مختلف رسالن ۽ اخبارن ۾ شايع ٿيندي رهي آهي. ڊاڪٽر الطاف عاصيءَ جي شاعري ڪيترن فنڪارن ڳائي داد حاصل ڪيو آهي. جن ۾ احمد مغل، ڦوٽو زرداري، ممتاز لاشاري، عاشق نظاماڻي، برڪت پٽ، غلام علي سنديلو قابل ذڪر آهن. الطاف عاصيءَ جا ڪيترا ڪلام ريڊيو ۽ مختلف ٽي. وي چئنلن تان نشر ٿيندا رهن ٿا. هيءُ هن وقت سول اسپتال لاڙڪاڻي ۾ ڊاڪٽري جا فرض سرانجام ڏئي رهيو آهي. سندس شاعريءَ جو ڪتاب ’اُجايل اکيون‘ 2013ع ۾ ڇپجي پڌرو ٿيو آهي.

**الله جو فقير (ڪتاب):** حر جماعت سان لاڳاپيل سومر فقير هنگوري رح جي شخصيت متعلق هيءُ ڪتاب فقير محمد اسماعيل سڪندري ميمڻ مرتب ڪيو آهي. ڪتاب جو انتساب پير صاحب پاڳاري شاهہ مردان شاهہ جي نالي ڪيو ويو آهي.




ڪتاب ۾ سومر فقير جي فقيري اختيار ڪرڻ، مرشد وٺڻ، شريعت تي عمل، تصوف ۾ رنگجڻ وغيره سان گڏ مرشد سان نسبت ۽ سندس زندگيءَ جو احوال درج آهي. اُن ڪان سواءِ سومر فقير جا تصرفات، پرهيزگاريءَ جو احوال، وفات، عرس ۽ اتي قائم مدرسي ۽ سڪندريہ اورينٽل ڪاليج بابت بہ ڄاڻ ڏني وئي آهي. هن ڪتاب جو ٽائيٽل فيض محمد سڪندريءَ جو ڪتابت ٿيل آهي. ڪتاب جي ٽائيٽل تي مزار جو عڪس ڏنل آهي هن چار رنگي ٽائيٽل واري پڪي جلد سان ڇپيل ڪتاب ۾، 247 صفحا آهن. هي ڪتاب سڪندريہ پبليڪيشنز جمعيت علماءِ سڪندريہ جامعہ راشديہ درگاهہ شريف، پير جو ڳوٺ، خيرپور سنڌ 2005ع ۾ شايع ڪيو آهي. ڪتاب جي قيمت 150 روپيا آهي.

**الله ڏنو ٻانهاڻي:** نامياري سگهڙ، الغوزه نواز ۽ هارمونيم نواز الله ڏني ولد لعل بخش ٻانهاڻيءَ 7 مارچ 1945ع تي ڳوٺ پياري ٻانهاڻي، تعلقي رتيديري، ضلعي لاڙڪاڻي ۾ جنم ورتو. پرائمري پنجن درجن تائين پڙهيو. سندس والد لعل بخش ٻانهاڻي پنهنجي دور جو مشهور الغوزه نواز هو. جنهنڪري الغوزي وڄائڻ جو فن کيس ورثي ۾ مليو.

اڳتي هلي هن الغوزي وڄائڻ جي باقاعدي تربيت محمد ملل منگيءَ کان ورتي. اللہ ڏني ٻانهاڻيءَ پنهنجي دور جي مشهور سگهڙ غلام قادر پٽي جي رهنمائيءَ ۾ لوڪ ادب جي ميدان ۾ بہ پير پاتو ۽ پنهنجي شوق، محنت ۽ ذهانت سبب ٿوري ئي وقت ۾ فن جي سيني صنفن ۾ ڪافي ڄاڻ حاصل ڪري ورتائين. اللہ ڏني ٻانهاڻيءَ، شاعر ڪريم بخش 'گهايل' جي صحبت ۾ عروضي شاعري بہ ڪئي، پر پوءِ بہ سندس گهڻي دلچسپي لوڪ ادب ۾ رهي.



اللہ ڏني ٻانهاڻي 1966ع ۾ ريڊيو پاڪستان حيدرآباد تي پهريون ڀيرو پنهنجي فن جو مظاهرو ڪيو، جنهن کان پوءِ ڪيترائي ڀيرا ڪيس ريڊيو ۽ پاڪستان ٽيليويزن تي فن پيش ڪرڻ جو موقعو مليو. هن پي. ٽي. وي تي ڪيترا لوڪ ادب جا پروگرام بہ ڪيا آهن. هن وقت سندس شخصيت تي لوڪ ادب کان وڌيڪ موسيقيءَ جو رنگ اثرانداز آهي، هو هارمونيم نواز ۽ ڍولڪ نواز بہ آهي. معاشي حوالي سان هن وقت نئين ديري شهر ۾ ڍولڪ ۽ طبلن جي خريد و فروخت ۽ مرمت جو دڪان هلائي رهيو آهي.

**الماس سنڌو:** ليکڪا ۽ شاعره الماس سنڌوءَ جو اصل نالو الماس بيگم هو. هوءَ حسن خواجہ ۽ مائي نوربانوءَ جي ڌيءَ هئي. سندس جنم 16 مئي 1953ع تي سلطان آباد تعلقي ۽ ضلعي ٽنڊي الهيار ۾ ٿيو. پرائمري کان مئٽرڪ تائين تعليم سلطان آباد مان حاصل ڪيائين. انٽر آرٽس ايس. ايم ڪاليج ٽنڊي الهيار مان ڪرڻ بعد ايل. ايڇ. وي (ليڊي هيلٿ وزيٽرس) جو ڪورس، پٽائي نرسنگ اسڪول لطيف آباد، حيدرآباد مان ڪرڻ کان پوءِ آغا خان هيلٿ سينٽر سلطان آباد ۾ ملازمت ڪيائين.



ڪيس اسڪول واري زماني کان لکڻ پڙهڻ جو شوق هو. سندس والد ۽ والده سنڌي فائينل پاس پرائمري استاد هئا، جن الماس جي پڙهائيءَ ۾ دلچسپي ورتي ۽ هيءَ سلطان آباد جي پهرين نياڻي هئي، جنهن ايتري تعليم حاصل ڪئي. ان کان پوءِ هن وقت سلطان آباد ۾ 100% آبادي پڙهيل لکيل ماڻهن جي آهي. هن مجبور ۽ غريب مريضن جي ڪافي خدمت ڪئي.

هن آگم پبليڪيشن حيدرآباد جي رسالي ۽ ڪراچيءَ مان نڪرندڙ هلال پاڪستان اخبار جي 'سگهڙين سٿ' صفحي ۾ لکڻ شروع ڪيو، جتي ڊاڪٽر فهميده حسين (انچارج سگهڙين سٿ) سندس ڪافي رهنمائي ڪئي. هن جو پهرين نظم 'ساروڻيون' عنوان سان سگهڙين سٿ جي ادبي صفحي ۾ شايع ٿيو. سندس ڪهاڻيون ۽ روز مره جون وارداتون ڪالمن جي صورت ۾ هن صفحي ۾ ڇپجنديون هيون. سندس ڪهاڻيون نثار حسينيءَ جي ادارت هيٺ نڪرندڙ رسالن 'نئين ٿهي' ۽ 'نئون نياپو' ۾ ڇپجنديون رهيون. هيءَ وڏي سماجي ورڪر هئي. ڳوٺ جي آسپاس جي ڪولهي ۽ ميگهواڙ برادرين جي نياڻين ۽ ڇوڪرن کي اسڪولن ۾ داخل ڪرائي، سندن ڪتابن ۽ فين جو بندوبست ڪندي هئي، ان حوالي سان سلطان آباد جي اهم سماجي ڪارڪن هئي.

سندس شادي ڊاڪٽر منظور خواجہ سان 20 آڪٽوبر 1980ع تي ٿي پر هڪ مهيني بعد 20 نومبر 1980ع تي آنڊي جي تڪليف (اپينڊڪس) ۾ سندس وفات ٿي وئي. سندس اوچتي وفات خاندان کي وڏو صدمو رسايو. هر سال سندس ورسي ملهائي ويندي آهي. الماس سنڌوءَ جون ڊائريون ۽ ڪافي ڪهاڻيون خاندان وٽ موجود آهن.

**الهڏتي فقيرياڻيءَ جي مزار:** دلشاد منزل، خيرپور جي پوئين پاسي، پنجن گنبذن تي مشتمل هيءَ عمارت هڪ برگزيده عورت مخدوم الهڏتي فقيرياڻيءَ جي مزار آهي. ڪجھ عرصو اڳ هيءَ عمارت مير علي نواز خان ٽالپر مقامي هندن جي سهولت ۽ عبادت لاءِ تعمير ڪرائي هئي، جيڪا مخدوم الهڏتي فقيرياڻيءَ جي وفات تائين گهڻو ڪري هندن جي استعمال هيٺ رهي. مائي الهڏتي فقيرياڻيءَ جي وفات کان پوءِ سندس مڙهہ کي هن عمارت جي اڳڻ ۾ دفن ڪيو ويو ۽ هن عمارت کي مير علي نواز خان ٽالپر جي حڪم تي الهڏتي فقيرياڻيءَ جي مقبري جو درجو ڏنو ويو.

مير علي نواز خان ٽالپر جي پياري گهرواري بيگم اقبال باليءَ جي وفات کان پوءِ سندس مڙهہ کي ڪربلا معليٰ ۾ مدفن ڪرڻ کان اڳ هن عمارت جي احاطي ۾ امانت طور دفن ڪيو ويو هو. هن مزار کي اللہ ڏتي فقيرياڻيءَ جو آستان پڻ چيو ويندو آهي. مائي الهڏتي فقيرياڻيءَ جو تعلق ڪشمير سان هو. موجوده وقت هيءَ عمارت سرڪار جي بي توجهيءَ جي ڪري خستہ حاليءَ جو شڪار آهي. ان ڪانسواءِ عمارت جي آسپاس واري ايراضيءَ کي مقامي ماڻهو قبرستان طور استعمال ڪري رهيا آهن.



مائي الھڏتي فقيرياڻيءَ جي مزار پڪين سرن سان، گنبذن واري عمارت آهي، جنهن تي وٽندڙ زيبائش جو ڪم ٿيل آهي. مزار جو حجرو هڪ ڪمري تي مشتمل آهي، جنهن جي اڳياڙيءَ ۾ هڪ دروازي سان ورانڊو تعمير ڪيل آهي. مهاڙيءَ ۾ زيبائشي ڪم ٿيل آهي، جيڪو ٻنهي پاسن کان نظر ايندو آهي. هڪ لنگهہ واري ورانڊي جي ڇت ۾ ننڍڙا گنبذ آهن، جن تي نيلون نصب ٿيل آهن. ورانڊي کي باقي ٻنهي پاسن کان هڪ جيترا لنگهہ آهن. مزار جي پاسن کان هوا جي لنگهہ لاءِ ٻي تي کليل دريون آهن، جن مان هڪ کي سرون ڏئي بند ڪيو ويو آهي. سڄي عمارت جي ڇت جي ٻيڙ ٻني هينان وڌاڙو نڪتل آهي، جنهن کي زيبائش خاطر هيٺيئن پاسي کان ٽنيڙيون آهن. عمارت جي ڇت تي پنج گنبذ آهن. جن مان مکيہ لنگهہ جي ورانڊي واري ڇت تي ٻہ گنبذ آهي، هنن مان وچ وارو گنبذ وڏو ۽ باقي چار گنبذ هڪجيترا آهن. گنبذ اٺڪنڊي ڳچ تي جوڙيا ويا آهن. ڳچ تي جنسار ٿيل آهي. وچ واري گنبذ تي ڪوٽيءَ جو ابتو گل هن وقت پري ويو آهي ۽ نيل بہ غائب آهي. جڏهن تہ باقي ٻنهي گنبذن تي ڪوٽيءَ جي ابتي گل جون لوهي شيخون بچيون آهن. مقبري جي عمارت جي مڙني ٻاهرين لنگهہ وارن دروازن ۾ سائي رنگ جا ڇاريدار لوهي دروازا نصب ڪيا ويا آهن. مزار تي اڏيل مقبرو مغليہ طرز تعمير جو ڏيک ڏئي ٿو.

**الهمايون** (رسالو): هيءَ ماهوار مذهبي سنڌي رسالو مولانا عبدالغفور مفتون همايونيءَ جي ياد ۾ سلطان ڪوٽ ضلعي شڪارپور جي مشهور عالم مفتي صاحبداد ناصح ولد خميسي خان جماليءَ جي ادارت هيٺ 1924ع ڌاري شڪارپور پرنٽنگ ۽ ليٿو پريس لکي در مان ڇپجي پڌرو ٿيو. هن رسالي جو 'الهمايون' نالو مولانا عبدالغفور همايونيءَ جي شهر همايون جي نسبت سان رکيو ويو. هي رسالو ٻاويهن صفحن تي مشتمل هوندو هو ۽ ڊيمي سائيز ۾ ڇپبو هو. منجهس مذهبي ۽ علمي مواد شايع ٿيندو هو.

**الهہ وڏايو انڊڙ، ڪامريڊ:** مشهور هاري ورڪر ڪامريڊ الهہ وڏايو انڊڙ ولد عبدالحميد انڊڙ، 9 مارچ 1929ع تي ڳوٺ ميل انڊڙ عرف واريءَ جي ڳوٺ ۾ ڄائو. شيخ اياز پنهنجي ڪتاب 'ڪٿي تہ پيچبو ٽڪ مسافر' ۾ ڪامريڊ الهہ وڏايي جي شخصيت، سگهڙائپ، شڪار جي تجربن تي لکيو آهي. هن شيخ اياز سان ڪيترين ڪچهريون ڪيون هيون. شيخ اياز، سعد پور ۽ صالحاڻي ٻيلي جي زمينن جي سلسلي ۾ هاري اڳواڻن جو ڪيل هو ۽ ڪانئن في نہ وٺندو هو. ڪامريڊ الهوڏايي هارين کي ٻيلن جون زمينون ڏيارڻ لاءِ وڏي جاکوڙ ڪئي، ڪيترا ڀيرا جيل بہ ويو. ايم. آر. ڊي تحريڪ ۾ ڀرپور حصو ورتائين، بک هڙتالون بہ ڪيائين، نتيجي طور سندس ذاتي زمين بہ ضبط ڪئي وئي. اڄڪلهہ جوٽاس ويجهو ڳوٺ عبدالحئي انڊڙ ۾ رهي ٿو.

**امام الدين 'ضامن':** سنڌ جي مزاحيہ شاعر امام الدين 'ضامن' 16 مارچ 1909ع تي ميهڙ پرسان ڏهيءَ ۾ جنم ورتو. امام الدين انگريزن جي دؤر ۾ هڪ بهترين سنڌي مزاحيہ شاعر هو. هن ابتدائي تعليم پنهنجي اباڻي ڳوٺ مان حاصل ڪئي. والد جي وفات ڪانپوءِ هن تعليم پنجين درجي ۾ ڇڏي ٽپال کاتي ۾ ملازمت اختيار ڪئي، بعد ۾ اها نوڪري ڇڏي فقيريءَ جي تلاش ۾ نڪتو ۽ وڃي شهباز قلندر جي درگاهہ وسايائين. شمس الدين 'بلبل' جي صحبت ۾ رهي شاعري ڪيائين. شاعريءَ ۾ سندس تخلص 'ضامن' هو. سندس مزاحيہ شاعري ناصحانہ گفتن سان ڀرپور آهي، جنهن ڪري ڪيس تمام گهڻي مڃتا ملي. هن 1959ع ڌاري وفات ڪئي.

**امام بخش مگريو، حڪيم:** حڪيم استاد امام بخش ولد دوست محمد مگريي پهرين جنوري 1968ع تي ڳوٺ ڪاٺي راڄڙ تعلقي ڪپري ضلعي سانگهڙ ۾ جنم ورتو. 1978ع ۾ پرائمري تعليم ڪپري مان حاصل ڪئي، مئٽرڪ 1983ع ۾ نيشنل اسلاميہ هاءِ اسڪول ڪپري مان ۽ انٽر 1986ع ۾ ڊگري ڪاليج ڪپري مان پاس ڪيائين. بي. اي 1993ع ۾، ۽ ايم. اي 1996ع ۾ ڪيائين. 1987ع ۾ پرائمري استاد مقرر ٿيو ان دوران پي. ٽي. سي، سي. ٽي ۽ بي. ايڊ جا ٽريننگ ڪورس پاس ڪيائين. ان کان سواءِ مولوي عربي 1986ع ۾ عالم عربي 1987ع ۾ ۽ فاضل عربي 1988ع ۾ اورينٽل ڪاليج محمد عالم پلي، تعلقي عمرڪوٽ مان پاس ڪيائين.



سروس دوران 1994ع ۾ بيچلر آف آيور ويدڪ ميڊيسن اينڊ سرجري (بي. يو. ايم. ايس) جو امتحان اعظم طبيہ ڪاليج حيدرآباد سنڌ مان پاس ڪري، ڪپري موڙ تي 'گرهوڙي شفا خانہ' نالي حڪمت جي اسپتال کوليائين، جنهن ۾ شام جو ويهندو آهي. طب ۽ جراح جو وڏو ماهر حڪيم آهي. سنڌي ادب سان سندس ننڍپڻ کان وٺي لڳاءُ رهيو آهي. ان سلسلي ۾ ٻاراڻين ڪهاڻين جو ڪتاب 'ڏکن پُنيان سُک' 1992ع ۾ شايع ڪرايائين. سنڌي ادبي سنگت شاخ ڪپري جو ميمبر ۽ عهديدار بہ رهيو. شاعري بہ ڪري ٿو. ان کان سواءِ (1) 'مجربات حڪمة'، (2) 'مجربات استاد' ۽ (3) 'دور حاضر ۾ تعلقي ڪپري جا شاعر' ڪتابن جو ليکڪ آهي. سندس اسپتال ۾ هڪ شاندار ادبي لائبريري موجود آهي جنهن ۾ هزارين ڪتاب موجود آهن.

**امام ماڇياڻي:** ناليواري لوڪ فنڪاره مائي امام ماڇياڻي ڌيءَ محمد بخش عرف ڪانديرو ماڇي 1948ع ڌاري ضلعي لاڙڪاڻي جي شهر نئين ديري ۾ ڄائي. سندس والد پنهنجي دور جو عوامي فنڪار هو، جنهنکري موسيقيءَ جو فن کيس ورثي ۾ مليو. مائي امام ماڇياڻي شادين مرادين ۾ منعقد ٿيندڙ عورتاڻين محفلن ۾ ڳيچ، سهرا ۽ لاڏا ڳائيندي آهي. هوءَ انديا جا گانا، سنڌي جديد فنڪارن جا ڪلام توڙي سهرا سهڻي انداز ۾ ڳائڻ جو فن رکي ٿي. سندس آواز نهايت سريلو آهي. سندس آواز ۾ گل حسن ميراڻيءَ سان ڊوگانن تي مشتمل هڪ آڊيو البم بہ جاري ٿي چڪو آهي.

**امان الله وسطڙو** (شهيد): ٽوڙي ڦاٽڪ سانحي جي شهيد امان الله ولد حزب الله وسطڙي جو جنم 20 مئي 1960ع تي ضلعي نوابشاهه جي هڪ ڳوٺ مڇر ۾ ٿيو. والد جي نوڪريءَ سبب مختلف شهرن ۾ تعليم حاصل ڪيائين. هن پرائمري تعليم موري مان، مئٽرڪ گورنمينٽ پراونشنلائزڊ هاءِ اسڪول سنجهوري مان، انٽر گورنمينٽ ڊگري ڪاليج شهدادڪوٽ مان حاصل ڪئي، جنهن بعد سنڌ يونيورسٽيءَ جي جيالاجيءَ شعبي ۾ داخلا ورتائين. ڪيس ننڍپڻ کان وٺي سياست سان دلي لڳاءُ هو.



سائين جي. ايم. سيد جي فڪري پوئلڳي اختيار ڪندي جيئي سنڌ هلچل ۾ حصو ورتائين. پهرين شهدادڪوٽ ۾ جيئي سنڌ اسٽوڊنٽس فيڊريشن ۾ ميمبر ٿيو. ڪجهه عرصي بعد آرگنائيزر مقرر ٿيو. يونيورسٽيءَ ۾ پڙهڻ دوران سنڌ يونيورسٽي يونٽ سان لاڳاپيل رهيو ۽ يونٽ جو نائب صدر ٿيو. ان دوران هن سياسي سرگرمين ۾ به حصو ورتو ۽ شاگردن جا مسئلا حل ڪرايائين.

امان الله وسطڙو عدم تشدد ۽ مسئلن کي ڳالهين ذريعي حل ڪرڻ جو حامي هو. ڪيس سياسي سرگرمين سبب ڪيترا دفعا خطرناڪ نتيجا ڀوڳڻ جون ڌمڪيون به مليون، پر هن حوصلو نه هاريو ۽ جي. ايم. سيد جي ڏسيل راهه تي هميشه اٽل رهيو. 17 آڪٽوبر 1984ع تي چانڊڪا ميڊيڪل ڪاليج لاڙڪاڻي ۾ هڪ سيمينار ’موهن جو دڙو بچايو‘ ۾ شرڪت لاءِ دوستن سان گڏ وڃي رهيو هو ته ٽوڙهي ڦاٽڪ وٽ وردي پوش اهلڪارن بس کي روڪي انڌا ڌنڌ فائرنگ ڪري ڏني، نتيجي طور امان الله وسطڙي سميت ڪيترا شاگرد شهيد ۽ ڪافي زخمي ٿيا. امان الله وسطڙي سان گڏ ان بس ۾ بشير قريشي، گل محمد جکراڻي ۽ ٻيا به ڪيترا اڳواڻ موجود هئا، جيڪي ’ٽوڙهي ڦاٽڪ جا اسير‘ سڏيا ويا.

**امر لال، ڪامريڊ**: نامور سياستدان ۽ ڪميونسٽ اڳواڻ ڪامريڊ امر لال ولد ٺاڪرداس تلريجا 24 اپريل 1958ع تي پنو عاقل شهر ۾ جنم ورتو. ابتدائي تعليم پنو عاقل ۽ سکر مان حاصل ڪيائين. هو ننڍي هوندي کان ئي انتهائي ذهين هو. سيڪنڊري اسڪول ۾ پڙهڻ دوران ننڍڙيءَ عمر ۾ ئي انقلابي ۽ نظرياتي سياست ۾ پير پاتائين. 1970ع ۾ عاشق سومري، نور الله ملڪ، ڪامريڊ عبدالقادر انڙ ۽ سرور سيف جي رفاقت ۾ ايس. اين. ايس. ايف ۾ شموليت اختيار ڪيائين. بعد ۾ ايس. اين. ايس. ايف جو مرڪزي اڳواڻ بڻيو ۽ ڪميونسٽ پارٽيءَ ۾



سرگرم ڪردار ادا ڪرڻ سبب سرڪار جي نظرن ۾ رهيو. سياسي سرگرمين دوران ڪيترا ڀيرا گرفتار ٿيو ۽ روپوش رهيو. 1980ع ۾ حيدرآباد مان گرفتار ٿيو ۽ ڪيس ’جام ساقي سازش ڪيس‘ ۾ شامل ڪيو ويو. ملٽري ڪورٽ ۾ سندس ڏنل بيان تاريخي اهميت جو حامل آهي. آزاديءَ کانپوءِ به ڪافي عرصو ڪميونسٽ پارٽيءَ ۾ متحرڪ رهيو. ان وچ ۾ هن اوڀر يورپ جي ڪيترن سوشلسٽ ملڪن جا دورا ڪيا ۽ بين الاقوامي ڪانفرنس توڙي سيمينارن ۾ شرڪت ڪئي. ڪميونسٽ پارٽيءَ جي ٽٽڻ کانپوءِ ڪامريڊ امر لال پارٽيءَ کان عليحدگي اختيار ڪئي ۽ نئين سياسي واٽ ورتي. آمريڪا سميت ڪيترن ملڪن جا ڪائونسل جنرل ۽ ٻيا عملدار سندس ڏاهپ ۽ بصيرت جا قائل رهيا. ڪامريڊ امر لال جي رسائي ملڪ جي مقتدر شخصيتن تائين رهي، پرويز مشرف جي پوين ڏينهن ۾ محمد ميان سومري جي نگران ڪابينه ۾ نگران وفاقي وزير رهيو. هن وقت ڪراچيءَ ۾ وڪالت ڪري رهيو آهي، سندس خدمتن جو محور هندو جاتيءَ جي ڀلاءِ ۽ بهبود آهي. ڪامريڊ امر لال هن وقت تائين غير شادي شده آهي.

**امن موٽائي ڏيو** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب شاعر گوهر سنڌيءَ جو شعري مجموعو آهي. جنهن ۾ سندس قومي شاعري شامل آهي. هن ڪتاب ۾ راشد موريائيءَ، علي نواز ٻٽ، ڊاڪٽر عبدالخالق راز، آزاد بخاريءَ، خان محمد پيي، غلام محمد غازيءَ ۽ ٻين جا رايا شامل آهن. ڪتاب جي بيڪ ٽائيٽل تي پروفيسر شريف شاد سومري جو شاعر بابت رايو ڏنل آهي. 192 صفحن تي مشتمل ڊيمي سائيز جي هن ڪتاب جي قيمت 150 روپيا آهي. جنهن کي ڪنول پبليڪيشن قنبر 2011ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو آهي.




**امير احمد، مخدوم**: نامور عالم مخدوم امير احمد پٽ مخدوم احمد، خيرپور رياست ۾ کهڙن جي شهر ۾ جنم ورتو. سندس تعلق کهڙن جي مشهور مخدوم خاندان سان هو. جنهن سنڌ ۾ اسلامي شريعت کي رائج ڪرڻ لاءِ قربانيون ڏنيون. هن خاندان جو نسب نبي ڪريم صلي الله عليه وسلم جن جي سوٽ حضرت عبدالله بن عباس سان ملي ٿو. مخدوم امير احمد، 1912ع ۾ کهڙن جي اسڪول مان سنڌي چوٿون درجو پاس ڪيو. انهن ڏينهن ۾ سردار محمد ابراهيم شيخ کي ناز هاءِ اسڪول خيرپور کي زور وٺائڻ جو وڏو شوق هو. تنهنڪري سندس حڪم هو ته جتي به هوشيار شاگرد هجي، ان کي



زوري وٺي اچي ناز هاءِ اسڪول ۾ داخل ڪيو وڃي، سندس سمورو خرچ ڪاڌو پيتو، رهائش، ڪتابن ۽ ذاتي خرچ برداشت ڪيو ويندو. مخدوم امير احمد نهايت محنتي ۽ هوشيار هوندو هو ڪيس به شيخ صاحب جي حڪم تحت ناز هاءِ اسڪول ۾ داخل ڪيو ويو هو. ان اسڪول ۾ فقط هڪ هفتي تائين پڙهيو. بعد ۾ والدين جي مرضي نه هئڻ ڪري اتان ڪڍايو ويو ۽ والدين کيس ڳوٺ ۾ حافظ محمد سليمان وٽ قرآن مجيد پڙهڻ لاءِ ويهاريو. قرآن مجيد جا ٻه سيپارا پڙهڻ کان پوءِ کيس اتان ڪڍائي، ڳوٺ جي ٻئي مدرسي ۾ مولوي بخش علي ٿنڌي شهبازي، دادوءَ واري وٽ ويهاريو ويو. جتي 3 مهينا پڙهيو ته سندس استاد وفات ڪري ويو. بعد ۾ کيس ساڳئي استاد حافظ سليمان وٽ موڪليو ويو. جنهن وٽ ڪجهه فارسيءَ جا ڪتاب پڙهيائين. ڪجهه عرصي بعد مولوي بخش عليءَ جي جاءِ تي مولانا محمد هاشم انصاري ٿلجيءَ واري کي مقرر ڪيو ويو. تڏهن هي وري ان مدرسي ۾ پڙهڻ ويو. جتي فارسي جو مروج نصاب اٺن مهينن ۾، ۽ عربيءَ جو سمورو نصاب ڇهن سالن ۾ پڙهي پورو ڪيائين. فارغ التحصيل ٿيڻ ڪانپوءِ ٻن سالن تائين ڳوٺ ۾ رهيو ۽ بعد ۾ مخدوم صاحبن جي مدرسي ۾ درس تدريس جو ڪم شروع ڪيائين. سندس محنت سبب پري پري کان ڪيترا شاگرد اچي مدرسي ۾ داخل ٿيا. 1926ع ڌاري مائٽن سان ناسازيءَ سبب شهر ڇڏي نوشهري فيروز ۾ حڪيم قاضي ميان احمديءَ جي تعاون سان قاضين جي مسجد ۾ مدرسو قائم ڪيائين. لاڳيتو ڇهن سالن تائين انهيءَ مدرسي ۾ پڙهائيندو رهيو. ۽ ان مان ڪيترا شاگرد پڙهي وقت جا وڏا عالم ثابت ٿيا، جن ۾ پير فضل احمد سرهندي، حڪيم قاضي عبدالهادي نوشهرائي ۽ مولوي محمد صادق ٻرڙو شامل آهن. جڏهن ته مولوي عبدالحق شڪارپوري ۽ مولوي دائود ٻگهيو ڳوٺ جي مدرسي ۾ وٽس پڙهيا. مخدوم صاحب نوشهري جي مدرسي ۾ پڙهائڻ دوران قرآن مجيد حفظ پڻ ڪري ورتو. ان ڪانپوءِ ٻارهين مئي 1932ع تي پاڻ نوشهري فيروز جي مدرسي هاءِ اسڪول ۾ پهريون عربي استاد مقرر ٿيو. هن اسڪول ۾ چوٿين درجي کان عربي پڙهائي ويندي هئي. 1938ع ۾ نوابشاهه جي لوڪل بورڊ هاءِ اسڪول جي هيڊ ماستر، حاجي مهرعلي خواجه جي ڪوشش سان نوشهري مدرسي کي ڇڏي، نوابشاهه لوڪل بورڊ اي. وي اسڪول ۾ اچي عربي استاد مقرر ٿيو. جتي کيس عربي استاد هئڻ سان گڏ بورڊنگ هائوس جي چارج پڻ ڏني وئي. هن اسڪول کي هاءِ اسڪول جو درجو ملڻ ڪانپوءِ پهريون باغ به مخدوم صاحب جي ڪوشش سان رکرايو ويو. سال 1944ع ۾ حيدرآباد ۾ جامع عربيه/عربي يونيورسٽي قائم ڪرڻ لاءِ ڪانفرنس ٿي، جنهن ۾ هن نوابشاهه لوڪل بورڊ هاءِ اسڪول جي نمائندگي ڪندي، عربي جي مروج نصاب ۾ ترميم ڪرڻ لاءِ موثر ۽ مدلل تقرير ڪئي. جنهن ڪري 1945ع ۾ کيس جامع عربيه جي عربي ڊپارٽمينٽ جو سربراهه مقرر ڪيو ويو. 1946ع ۾ جامع عربيه جو پهريون پرنسپال مقرر ٿيو ۽ انهي ئي سال کيس سنڌ يونيورسٽيءَ جي سينيٽ جو ميمبر نامزد ڪيو ويو. هن 1952ع ۾ حرمين شريف جي زيارت جو شرف حاصل ڪيو ۽ ساڳئي سال 'سنڌ اوريئنٽل ڪاليج' جو پهريون پرنسپال مقرر ٿيو. 1951ع کان 1953ع تائين کيس 'مسلم گرلس ڪاليج' ۾ پارٽ ٽائيم استاد جي حيثيت سان بي. اي آنرس جي ڪلاسن ۾ عربي پڙهڻ لاءِ مقرر ڪيو ويو. سندس ڪوشش سان 1955ع ۾ اسلاميه ماڊرن هاءِ اسڪول قائم ٿيو جنهن جو پاڻ جنرل سيڪريٽري ٿيو. ان ڪانسواءِ حمايت الاسلام هاءِ اسڪول حيدرآباد جي قيام لاءِ سندس ڪوششون وسارڻ جوڳيون نه آهن. پاڻ حمايت الاسلام ائسوسيئيشن سنڌ طبيه ڪاليج جي مجلس عامله ۽ سنڌ يونيورسٽيءَ جي سينيٽ توڙي سينڊيڪيٽ جو ميمبر رهيو. ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ پنهنجي هڪ مقالي ۾ لکيو آهي ته 'مخدوم صاحب سنڌ جي چوٽيءَ جي عالمن ۽ اديبن مان آهي. عربي لغت توڙي ادب ۾ ڪافي دسترس اٿس ۽ شايد ئي ڪو ٻيو سنڌي عالم اهڙي اهليت جو مالڪ هجي.' مخدوم صاحب جو سنڌي ادب ڏانهن شروع کان لاڙو هو. نوشهري مدرسي توڙي نوابشاهه هاءِ اسڪول ۾ 'بزم مشاعره' قائم ڪيائين. جنهن جو پاڻ صدر ٿيو. حيدرآباد ۾ نوڪري دوران مخدوم صاحب سنڌي ادب جي اڪثر حلقن ۾ حصو ورتو. سندس مضمون شاهه عبداللطيف يادگار مخزن توڙي ٻين رسالن ۾ شايع ٿيندا رهيا. اوريئنٽل ڪاليج مخزن سندس رهنمائيءَ هيٺ شايع ٿيندو هو. هن سنڌي ادبي بورڊ سنڌ جي ٽن مشهور تاريخي ڪتابن 'فتحنامه'، 'تاريخ معصومي' ۽ 'تحفة الڪرام' ڪانئس جو سليس زبان ۾ ترجمو ڪرايو. جيڪو سندس ادبي ۽ تحقيقي ڪم جو ساکي آهي.

مخدوم امير محمد جون 'سنڌي زبان سوسائٽيءَ' جي قيام ۽ جدوجهد جي ڏس ۾ به خدمتون وسارڻ جوڳيون نه آهن. 1958ع ۾ جنرل ايوب خان، ملڪ ۾ مارشل لا لاڳو ڪرڻ بعد هڪ 'قومي تعليمي ڪميشن' ان وقت جي مرڪزي سيڪريٽري محمد شريف جي نگرانيءَ ۾ مقرر ڪئي، جنهن کي 'شريف ڪميشن' سڏيو ويو. 1959ع ۾ جي هڪ رپورٽ ۾، پاڪستان جي جوڙ جڪ ۾ شامل قومي ٻولين (خاص ڪري سنڌي ٻوليءَ) جي تعليم کي ٽئين درجي تائين محدود ڪري، ثانوي ۽ اعليٰ ثانوي تعليم اردوءَ ۾ لاڳو ڪرڻ جو فيصلو ڪيو ان آمرانه ۽ بي انصافيءَ تي ٻڌل رپورٽ/ فيصلي خلاف سنڌ جي استادن ۽ اديبن گڏجي، سنڌي زبان جي تحفظ لاءِ 'سنڌي زبان سوسائٽي' قائم ڪري جدوجهد هلائي. ان ۾ مخدوم امير احمد جو نمايان ڪردار رهيو. هن سوسائٽيءَ هڪ عرضداشت (Memorandum) مرتب ڪري، ان وقت جي مرڪزي وزير ذوالفقار علي ڀٽي جي معرفت، جنرل ايوب خان کي پيش ڪئي وئي. ان ڏس ۾ سوسائٽيءَ جو هڪ وفد، 'سنڌي زبان سوسائٽيءَ' جي صدر مخدوم امير احمد جي سربراهيءَ ۾، مرڪزي وزير تعليم، حبيب الرحمان سان، حيدرآباد ريلوي اسٽيشن تي مليو. جنهن وفد ۾

محمد ميمڻ (وڪيل)، سردار علي شاهه 'ذاڪر' (ايڊيٽر مهراڻ)، مولانا غلام محمد گرامي (ايڊيٽر مهراڻ)، حفيظ قريشي (وڪيل)، غلام علي الانا (ليڪچرر سنڌ يونيورسٽي ۽ سيڪريٽري سنڌي زبان سوسائٽي) شامل هئا. اڳتي هلي استادن، شاگردن، اديبن، قومي سياستدانن ۽ سنڌي ادبي سنگت جي احتجاجن ۽ جدوجهد بعد آڪٽوبر 1962ع ۾ ايوب خان کي پنهنجو فيصلو واپس وٺڻو پيو. مخدوم امير احمد، ان طرح پاڻ کي هن جدوجهد ۾ شامل ڪري، سنڌي زبان ۽ سنڌ جو سچو سڄڻ ثابت ڪيو. مخدوم امير احمد، 26 فيبروري 1971ع ۾ وفات ڪئي.

**امير بخش شر**: ليکڪ ۽ سماجي ڪارڪن اميربخش شر تعلقي سنڌڙي، ضلعي سانگهڙ جي هڪڙي ننڍڙي ڳوٺ مير تاج محمد جي چن ۾ پهرين مئي 1960ع تي غريب هاري غلام اڪبر شر جي گهر ۾



پيدا ٿيو. هن ابتدائي تعليم پنهنجي ڳوٺ مان حاصل ڪئي. 1983ع ۾ سنڌ يونيورسٽيءَ مان ايم.اي سنڌي ادب ۾ ڪيائين. انهيءَ دوران مختلف نوڪريون به ڪندو رهيو. جن ۾ پرائمري ماستر، پي. ٽي. ويءَ جو پروڊيوسر، ته روزه اخبار الفقراءَ سانگهڙ جو نيوز ايڊيٽر ۽ پوءِ حبيب بينڪ جو مينيجر ۽ زونل هيڊ به رهيو. جتان 2001ع ۾ گولڊن هينڊشيڪ ورتائين. شاگرديءَ واري دور ۾ سنڌ نيشنل اسٽوڊنٽس فيڊريشن ۽ اڳتي هلي ڪميونسٽ پارٽيءَ سان به ڪجهه وقت واڳيل رهيو.

ارباب غلام رحيم جي دور ۾، وزيراعليٰ سنڌ جي تعليم، خوراڪ ۽ زراعت جي اهم مانيٽرنگ ڪميٽين جو ميمبر رهيو ۽ ٽي ورهيه سنڌ سيڊ ڪارپوريشن جي بورڊ آف ڊائريڪٽرس جو ميمبر رهيو.

هن 1978ع کان سنڌي ادب ۾ پير پاتو. سندس پهرين لکڻي هلال پاڪستان اخبار جي ادبي صفحي ۾ ڇپي، جنهن بعد مختلف رسالن ۽ اخبارن ۾ سندس لکڻيون امير شر، نامعلوم شر ۽ مختلف نالن سان ڇپجنديون رهيون. هن 2000ع کان ٻيهر اصلي نالي سان لکڻ شروع ڪيو. اڄڪلهه لکڻ سان گڏوگڏ هو مختلف اين جي اوز سان سماجي ڪمن ۾ مصروف آهي. ايف. ايم 98 تان گذريل ٽن سالن کان ڳوٺاڻي ڪچهري پروگرام 'پنڊار ڪچهري' نشر ڪندو آهي. ڪافي عرصي کان ڪاوش دنيا ۾ مختلف عنوانن سان يادگيريون ڇپرائيندو رهي ٿو. سندس آتم ڪٿائي يادن جو ڪتاب 'رائي پير رت ڪيا' ڇپائيءَ هيٺ آهي.

**امير بخش ڪلهوڙو**: 'ميان نصير محمد ميان يار محمد تاريخي ثقافتي يادگار ڪميٽي سنڌ' جو چيئرمين ميان امير بخش ڪلهوڙو ولد ميان محمد نواز ڪلهوڙو پهرين مئي 1959ع تي خان پور تعلقي خيرپورناٿن شاهه ۾ ڄائو. هن ابتدائي تعليم ۽ مئٽرڪ جي تعليم خانپور ۾ 1967ع ۽ 1978ع ۾ حاصل ڪئي. انٽر 1981ع ۽ بي.اي 1985ع ۾ گورنمينٽ ڊگري ڪاليج دادوءَ مان پاس ڪيائين.

ميان امير بخش ڪلهوڙي عملي زندگيءَ جي شروعات 1981ع ۾ دادو شگرمل ۾ سپروائيزر جي نوڪريءَ سان ڪئي. 2007ع ۾ دادو شگرمل جي بند ٿيڻ ڪانپوءِ ملازمن کي فوڊ ڊپارٽمينٽ ۾ ضم ڪيو ويو ته ڪيس فوڊ انسپيڪٽر طور مقرر ڪيو ويو ۽ هو هن وقت خيرپورناٿن شاهه ۾ انهيءَ عهدي تي ڪم ڪري رهيو آهي.

ميان امير بخش ڪلهوڙي جو آثار قديمه سان جنون جي حد تائين عشق آهي. ڪيس خانداني طور 'ڪلهوڙا دور' سان وڏي انسيت آهي. هن دادو ضلعي ۾ ڪلهوڙا گهراڻي سان تعلق رکندڙ حڪمرانن سميت



سندن جنگي جرنيلن، رفيقن ۽ ساٿين جي مزارن، مقبرن ۽ ٻين تاريخي آثارن جي سار سنڀال لهڻ ۽ انهن جي حفاظت ڪرڻ لاءِ پنهنجي هم خيال دوستن-ڊاڪٽر محمد لائق زرداري، ڊاڪٽر لياقت مگسي ۽ عزيز ڪنگراڻيءَ سان گڏجي 'ميان نصير محمد- ميان يار محمد ڪلهوڙو تاريخي ثقافتي يادگار ڪميٽي' جو بنياد رکيو ۽ هن ثقافتي اداري جي پليٽفارم تان دوستن سان گڏجي هر سال تاريخي ڏهاڙا، ثقافتي ميلا، ادبي ڪانفرنسون ۽ سيمينار ڪرائڻ لاءِ جاکوڙيندو رهي ٿو. سندس ڪوشش سان 12 نومبر 2006ع تي 'ميان نصير محمد ڪلهوڙي جي تاريخ ساز شخصيت' عنوان تي هڪ وڏو سيمينار ڳاڙهيءَ، تعلقي خيرپورناٿن شاهه ۾ منعقد ڪرايو ويو، جنهن جي صدارت سنڌ جي نامور اسڪالر ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ ڪئي. ان سيمينار ۾ عالمن پيپر پڙهيا ۽ پڙهندڙن ۾ ميان امير بخش ڪلهوڙو به شامل هو.

ميان امير بخش ڪلهوڙي جي جاکوڙ ۽ محنت سان هن ثقافتي اداري جي قيام کان اڳ 1978ع ۾ 'ميان نصير محمد ڪلهوڙو- تاريخ ساز شخصيت ۽ ان جي جنگي حڪمت عملي' جي عنوان سان هڪ وڏو سيمينار ڪرايو هو، جنهن جي صدارت نامور محقق تاج صحرائي ڪئي هئي. ان کان سواءِ ڳاڙهيءَ جي تاريخي قبرستان ۾ مدفون تاريخ ساز شخصيتن جي ابدي آرامگاهن جي مرمت لاءِ هو پنهنجي هڙان وڙان خرچ ڪندو آهي. سندس جاکوڙ سان ڪجهه سال اڳ اينٽيڪيوٽي ڊپارٽمينٽ پاران هن قبرستان جي تاريخي مقبرن ۽ آثارن جي مرمت جو ڪم شروع ڪرايو هو. ميان امير بخش ڪلهوڙو گذريل ڪجهه عرصي کان حيدرآباد جي علائقي 'سحرش نگر' ۾ رهائش پذير آهي.

**امير پير**: امير پير کي 'راجل وير' به چوندا آهن. پاڻ ذات جو پنهور هو ۽ سندس والد جو نالو آڏڙو نواب هو. امير پير جي مزار دادو شهر کان 9 ڪلوميٽر ڏکڻ طرف سنڌ جي قديم ڳوٺ اميناڻيءَ ۾ آهي. امير پير/'راجل وير' کي مسلمانن سان گڏ هندو به پنهنجو اوتار سمجهندا آهن. روايت آهي ته امير پير ارڙهين صدي عيسويءَ جي ابتدا

۾ اميناٽي ڳوٺ ۾ اچي سڪونت اختيار ڪئي. پاڻ حافظ قرآن ۽ درويش صفت انسان هو. ڪيترا مسلمان توڙي هندو وٽس ايندا هئا ۽ من جون مرادون پوريون ڪري واپس ورندا هئا. وفات ڪانپوءِ ڪيس ڳوٺ اميناٽيءَ لڳ دفن ڪيو ويو. سندس مزار مٿان مقبرو اڏيل آهي، جيڪو ڇتائون آهي. هر سال ميلو لڳندو آهي. ميلي ۾ سرڪس، ڇوڏول، ڦرٽيون، ٿيٽر ۽ بازارون لڳنديون آهن. شام جو ملاڪڙو ٿيندو آهي، جتي اتر ۽ لاڙ جا پهلوان پنهنجي فن جو مظاهرو ڪندا آهن. هر مهيني پهرئين آچر تي هندو وڏي تعداد ۾ مزار تي ايندا آهن، جنهن ۾ عورتن جو ڪثير تعداد هوندو آهي. سڄي رات محفل ٿيندي آهي. ڪيترائي سوالي ڪڪڙ نذراني طور کڻي ايندا آهن ۽ درگاهه جي متوليءَ جي حوالي ڪندا آهن.

**امين مگسي**: اديب، عالم ۽ محقق. امين مگسيءَ جو پورو نالو محمد امين ولد مفتي ڪريم بخش مگسي آهي. سندس تعلق ميهڙ جي علمي، ادبي ۽ مذهبي گهراڻي سان آهي. سندس والد ڪريم بخش مگسي پنهنجي دور جو جيد عالم ۽ مفتي هو. محمد امين مگسيءَ 30 اپريل 1962ع تي ڳوٺ سوبي مگسي تعلقي ميهڙ، ضلعي دادوءَ ۾ جنم ورتو. پرائمري ۽ سيڪنڊري تعليم ميهڙ مان ئي حاصل ڪيائين، جڏهن ته هن بي.اي 1984ع ۾ سنڌ يونيورسٽيءَ مان ڪئي ۽ ايم.اي (جنرل هسٽريءَ) ۾ پڻ سنڌ يونيورسٽيءَ مان 1990ع ۾ ڪئي.



امين مگسيءَ جو والد سيد علي اڪبر شاهه جي قائم ڪيل مدرسي 'مدرسه عربيه دارالقرآن' ميهڙ ۾ 50 سالن تائين مهتمم رهيو. محمد امين مگسيءَ ۾ پنهنجي والد صاحب جي صحبت ۾ لکڻ پڙهڻ جو شوق پيدا ٿيو. سندس مضمون ۽ تحقيقي مقالا اخبارن ۽ رسالن ۾ شايع ٿيندا رهن ٿا.

محمد امين مگسيءَ جون هيٺيون تصنيفون شايع ٿي چڪيون آهن:

(1) جوڳيڙا جهان ۾ (دادو جي مشاهيرن جا خاڪا: (1998ع).

(2) مگسي قبيلو تاريخ ۽ تحقيق جي روشنيءَ ۾: (2012ع).

هن وقت 'بلوچستان جي تاريخ' ۽ 'تصوف' جي موضوعن تي سندس تحقيق جاري آهي. هو هن وقت پي.آءِ.اي ڪراچي ۾ گروپ 6 ۾ آفيسر آهي ۽ گلشن حديد فيز I ۾ رهائش پذير آهي.

**انتخاب شعراءِ فارسي** (قلمي): هي قلمي بياض سنڌ جي نامور شاعر ۽ تاريخدان مير علي شير قانع ٺٽويءَ جو مرتب ڪيل آهي. هن ۾ علي شير قانع، سنڌ، هند ۽ ايران جي مختلف نامور شاعرن جو ڪلام گڏ ڪيو آهي. غزلن جو هي مجموعو ناياب ذخيرو آهي. ڪتاب جي شروعات هيٺئن ٿئي ٿي:

'اين آئينه را روشن ڪند و نگهداشت'

۽ اختتام هن شعر تي ٿئي ٿو:

'خاڪ نشيني اين سليمانم'



198 صفحن تي مشتمل هي قلمي نسخو خود مير علي شير قانع ٺٽويءَ جو ڪتابت ڪيل آهي ۽ نسخو خط شڪسته ۾ ڪتابت ٿيل آهي. نسخي ۾ ڪٿي به سن ڪتابت ڄاڻايل نه آهي. هي قلمي نسخو سنڌي ادبي بورڊ جي قلمي نسخن ۾ محفوظ آهي.

**انٽارڪٽڪ اسفنج**: سمنڊ مان ملندڙ حياتياتي جاندارن مان هڪ آهي، جنهن کي اسفنج چيو وڃي ٿو. هن جي ظاهري شڪل فوم سان گهڻو مشابهت رکندڙ آهي ۽ سندس جسم تي ڪيترائي ننڍا ننڍا سوراخ هوندا آهن. هي قديم ترين سامونڊي جانور سمجهيو وڃي ٿو. هن سامونڊي جانور ۾ گهٽ ۾ گهٽ درجه حرارت ۾ وڌڻ جي صلاحيت هوندي آهي، جنهن ڪري هي برفاني پاڻي ۾ رهندو آهي.

**انڊين اينڊ فارين ٽريڊ ايڊور ٽائيز** (اخبار): هيءَ هفتيوار اخبار 1910ع کان ڪيئارام ايلداس آهوجا جي ادارت هيٺ انگريزي ۽ سنڌيءَ ۾ لڪشمي پريس شڪارپور مان ڇپجي پڌري ٿيندي هئي. سن 1914ع ۾ اخبار جي ادارت ٽيڪچند ويرو مل گوڪلاڻيءَ سنڀالي. 1915ع ۾ وشنداس پنجو مل پاڻيه اخبار جي ادارت جا فرائض سنڀاليا. هن اخبار جي شروعات ۾ پاليسي وڻج واپار کي هٿي ڏيڻ هئي، پر پوءِ پهرين جنگ عظيم سبب ملڪي ۽ عالمي سياست تي نهايت ئي بي باڪيءَ سان خبرون ۽ مضمون شايع ڪندي رهي. جنهن جي نتيجي ۾ سرڪار پبليڪيشن آرڊيننس ۽ سن 1910ع جي انڊين پريس ايڪٽ (1) 3 ۽ (1) 8 تحت اداري کان هڪ هزار روپين جي سيڪيورٽي طلب ڪئي، پر ان وقت اها رقم اداري ۽ ايڊيٽر جي ادائگيءَ کان گهڻي هئي. جنهن سبب سندس ڪيل گذارش تي سرڪار اها رقم گهٽائي پنج سئو روپيا ڪئي. هيءَ اخبار ان رقم ڀرڻ بعد ڪافي متاثر ٿي. هن اخبار جي سرڪيوليشن هزار ڪاپين تائين پهتل هئي، جا بعد ۾ گهٽجي پنج سئو ڪاپين تي پهتي، ملڪي حالتن ۽ قانوني گرفت سبب هيءَ اخبار وري ساڳيو اوج ماڻي نه سگهي ۽ بند ٿي وئي.

**انڙ، دائم الدين، مفتي:** مشهور عالم دين ۽ جماعت اسلاميءَ جو مرڪزي اڳواڻ مفتي دائم الدين انڙ 21 آگسٽ 1938ع تي ڳوٺ ستابي انڙ، تعلقي پني عاقل ۾ جائو. ابتدائي تعليم پنهنجي ڳوٺ ۾، سنڌي فائنل قبي جامي لڳ رستم ضلعي شڪارپور مان پاس ڪيائين. ديني ۽ عربي تعليم دارالهديٰ ٺيڙهيءَ ۾ پڙهيو. جتان فارغ التحصيل ٿيڻ بعد ٺيڙهيءَ ۾ ئي مفتي رشيد احمد لڌيانويءَ سان گڏ نائب مفتي ٿي رهيو، بعد ۾ اتي ئي مفتيءَ جي منصب تي وڃي رسيو. 1961ع ۾ 'مدرسي اشاعة العلوم ڪنڌياري' ۽ 1963ع ۾ منصوره ۾ مدرس ٿيو. منصوره ۾ قيام دوران جماعت اسلاميءَ ۾ شامل ٿيو. 1970ع ۾ ضلعي سکر جو امير، 1980ع ۾ سنڌ صوبي جو نائب امير ۽ جنرل سيڪريٽري مقرر ٿيو. اهڙيءَ طرح ڪيس جماعت اسلاميءَ جي مرڪزي مجلس شوريٰ جو تاحيات ميمبر مقرر ڪيو ويو. مفتي دائم الدين انڙ ڪجهه وقت جميعت علماءِ سنڌ ۾ به رهيو، رابطہ المدارس العربيہ جو 15 سالن تائين صدر به ٿي رهيو. هن 1985ع ۾ پني عاقل ريلوي اسٽيشن لڳ ڊاڪ بنگلي ويجهو درسگاهه دارالعلوم قائم ڪئي، جنهن ۾ ديني ۽ دنياوي تعليم ڏني وڃي ٿي. مفتي دائم الدين انڙ کي جماعت اسلاميءَ پاران پني عاقل ۽ لکيءَ جي صوبائي اسيمبليءَ جي نشتن لاءِ اميدوار طور پڻ بيهاريو ويو هو. هن پنهنجي زندگيءَ ۾ ڪيترائي ڪتاب تحرير ڪيا. مفتي دائم الدين انڙ پهرين جنوري 2004ع تي وفات ڪئي، سندس مزار بگي شير ۾ آهي.

**انڙ، رشيد احمد، ڪامريڊ:** مشهور هاري اڳواڻ ۽ ترقي پسند تحريڪ جو ڪارڪن ڪامريڊ رشيد احمد انڙ هاليجي شريف تعلقي پني عاقل ۾ استاد عبدالغفور انڙ جي گهر 17 اپريل 1947ع تي جنم ورتو.



مشهور هاري اڳواڻ ۽ ڪاهي ڏر جو اهم سياسي رهنما ڪامريڊ عبدالقادر انڙ سندس چاچو هو. هن ڪامريڊ عبدالقادر جي وفات بعد سندس نقش قدم تي هلندي هارين جي حقن لاءِ جدوجهد ڪئي. هن جابر قوتن سان مهاڏو اٽڪايو ۽ انهن خلاف للڪاريو. سنڌ جي سيني روشن خيال شخصيتن سان سندس ويجها ناتا هئا. ڪامريڊ رشيد احمد انڙ ايم. آر. ڊي تحريڪ ۾ ڀرپور ڪردار ادا ڪيو، جنهن جي نتيجي ۾ جيل جون سختيون پڻ ڀوڳيائين. هن هاري ڪاميٽيءَ جو مرڪزي اڳواڻ هجڻ جي ناتي ڪيترين ئي هاري ڪانفرنسون ڪرايون. مسلسل جدوجهد ڪري سندس صحت خراب ٿي پئي، آخرڪار 17 اپريل 2004ع تي وفات ڪيائين.

**انڙ، عبدالله ابو محمد:** مشهور عالم ۽ ليکڪ مولانا عبدالله ابو محمد انڙ 1947ع ڌاري ڳوٺ ابراهيم انڙ، تعلقي پني عاقل ۾ جائو. پرائمري تعليم ڳوٺ ستابو انڙ مان حاصل ڪيائين. عربي، فارسي ۽ ديني تعليم هاليجي شريف، باڇي شريف هنگورجا، ملتان ۽ رحيم يار خان مان حاصل ڪيائين. پني عاقل ۾ چونگها چوڪ وٽ سندس مدرسو هو، بعد ۾ گنبو گري ڦاٽڪ وٽ مدرسو قائم ڪيائين. سندس ڪيترائي ڪتاب شايع ٿيا، جن ۾: (1) سجده سهو جا مسئلا، (2) تعارف خلفاءِ راشدين، (3) لشڪر طيبه وارن جي حقيقت، (4) اسلام جي تاريخ، (5) شيخ فريد الدين عطار، (6) جلاءِ الافهام، (7) تفسير عثماني وغيره شامل آهن.

**انشاءِ ابو الفضل (قلمي):** هي قلمي نسخو مغل شهنشاهه اڪبر جي مقرب، حاڪم ۽ سپهه سالار دڪن ۽ صدرالصدور ابوالفضل علاميءَ جو تصنيف ڪيل آهي. ان ڪانسواءِ اڪبر نامہ ۽ آئين اڪبري به هن جا ئي



بسم الله الرحمن الرحيم

تصنيف ٿيل آهن. هي نسخو نا مڪمل آهي ۽ غلطيءَ سان سر ورق تي ڪتاب جو نالو 'تفسير سورة فتح' تحرير ٿيل اٿس. هن ۾ اڪبر جي حڪم تي تحرير ڪيل خط موجود آهن. ڪتاب جي شروعات هيئن ٿي ٿئي:

"بسم الله الرحمٰن الرحيم - خطبہ تفسير بعضي آيات سورة فتح- يا فاتح ابواب علوم و حڪم يا رافع اعلام ايادي و نعم..."

۽ اختتام هيئن ٿو ٿئي:

"... ازعرايض او اثار رشد و ڪارداني و اخلاص و سير براي و دلسوزي وڪفايت"

40 صفحن تي مشتمل هي قلمي نسخو عبدالصمد مرتب ڪيو آهي، نسخي ۾ ڪاتب ۽ سن جو ڪٿي به ڪو پتو نہ ٿو پوي. هي قلمي نسخو سنڌي ادبي بورڊ جي قلمي نسخن ۾ محفوظ آهي.

**انشاءِ عجيب دلپذير (قلمي):** هي قلمي نسخو آخوند واحد بخش سومري جو تصنيف ڪيل آهي، جنهن جو موضوع 'رسمي خط' آهي. ڪتاب نظم ۽ نثر ۾ آهي، فارسي ٻوليءَ ۾ لکيل هن ڪتاب جي شروعات هيئن ٿئي ٿي:

"جوهر فصاحت و ڪامراني گوهر بلاغت مطلب جاوداني جو سلم شرايط نيازي بجاي آورده معروض ميدارم..."

۽ اختتام هيئن ٿئي ٿو:

”طائر هستي اگر در چرخ سازد آشيان
عاقبت گردد ابردام صياد اجل“

66 صفحن تي مشتمل هي ڪتاب مصنف جو هٿ اکر خط شڪسته ۾ ڪتابت ٿيل آهي ۽ لکيل آهي ”انشاي عجيب دلپذير الراقم آخوند واحد بخش سومرو“ هي قلمي نسخو سنڌي ادبي بورڊ جي قلمي نسخن ۾ محفوظ آهي.



**انشاء عطارد** (ڪتاب): هي ڪتاب منشي شيوڪ رام عطارد جي اهم تصنيف آهي، هي ڪتاب 115 رقعات تي مشتمل آهي. سنڌ جي تاريخ ۾ ڪلهوڙن جي دور بابت هي انتهائي اهم دستاويزي حيثيت رکي ٿو ڇو ته هي انهن خطن جو مجموعو آهي جيڪي ميان غلام شاهه ڪلهوڙي ۽ ميان سرفراز خان عباسيءَ جي دور حڪومت ۾ انهن جي طرفان مختلف حاڪمن، اميرن ۽ وزيرن کي لکيا ويا هئا، خصوصاً هن تصنيف ۾ مير بجار خان ٽالپر، ميان غلام شاهه ڪلهوڙي ۽ ميان سرفراز خان بابت ڪافي معلومات آهي. شيوڪرام عطارد کي مير بجار خان ٽالپر جي سفارش تي ڪلهوڙن جي دربار ۾ ملازمت ملي. هن ڪتاب جا چار قلمي نسخا مليا آهن. هڪ نسخو ميرزا عباس علي بيگ جي ڪتبخاني ۾، هڪ پير حسام الدين راشديءَ جي ڪتبخاني ۾، هڪ ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ جي ڪتبخاني ۾ ۽ چوٿون فوٽوڪاپيءَ جي شڪل ۾ ڪليم لاشاريءَ وٽ محفوظ آهي. هن ڪتاب ۾ جملي 115 خط آهن. ڊيمي سائيز ۾ 188 صفحن تي هي مشتمل ڪتاب ڊاڪٽر خضر نوشاهيءَ جو مرتب ڪيل ڊاڪٽر اين. اي بلوچ انسٽيٽيوٽ آف هيريٽيج ريسرچ، حيدرآباد طرفان 2013ع ۾ شايع ٿيو آهي، جنهن جي قيمت 200 روپيا ڄاڻايل آهي.

**انشاء عظيم ٺٽوي** (قلمي): هي قلمي ڪتاب خط و ڪتابت جي



فن تي فارسي ٻولي ۾ ٽالپر حاڪمن جي امير سيد عظيم الدين ٺٽويءَ جو لکيل آهي. مير عظيم هن نصاب ۾ خط، فرمان، حڪناما، پروانا ۽ ٻيا وڏي آساني سان سمجهائڻ جي ڪوشش ڪئي آهي ۽ آخر ۾ ڪلهوڙن ۽ ٽالپرن جي دؤر جي سرڪاري لکپڙهه، خطن ۽ فرمانن کي پڻ شامل ڪيو اٿس. ڪتاب جي شروعات هن ريت ٿئي ٿي:

”فضائل و ڪمالات دستگاهه سلمه الله تعالیٰ...“

۽ اختتام هيئن ٿئي ٿو:

”...ازدست حقير پر تقصير سيد اشرف علي بن سيد متين الدين.“

هي ڪتاب خط شڪسته ۾ سيد اشرف علي جو ڪتابت ڪيل آهي، جنهن ۾ ڪل 337 صفحا آهن. هي قلمي نسخو سنڌي ادبي بورڊ جي قلمي نسخن ۾ محفوظ آهي.

**انشاء هرڪرن** (قلمي): هي قلمي نسخو اصل ۾ هرڪرن بن مهترداس ڪنبوه ملتانيءَ جو لکيل ڪتاب آهي، جيڪو 18 ۽ 19 صدي عيسويءَ ۾ مدرسن ۽ مڪتبن ۾ لازمي پڙهايو ويندو هو. هن ڪتاب کي مڪمل پڙهي وڃڻ واري کي جلد سرڪاري ملازمت ملي ويندي



هئي. ڪلهوڙن ۽ ٽالپرن جي دؤر ۾ هي ڪتاب لازمي پڙهايو ويندو هو. هي ڪتاب حاڪمن، وزيرن ۽ اميرن ڏانهن خط، فرمان ۽ پروانا لکڻ لاءِ هڪ بهترين ڪتاب هو. هن ڪتاب جي شروعات هيئن ٿئي ٿي:

"بعداز حمد سپاس مرحضرت ايزد متعال ذوالجلال
والا فضال آنکر بنده شکسته دلخسته عاصي فقير
حقير هيچمدان اصنعف عبادالله هرکرن ولد
مهتراداس کنبوه ملتاني در دارالخلافه......"

۽ اختتام هيئن ٿو ٿئي:

"..... سيد ڪريم بخش شيرازي عرف شڪرالاهي
صورت......"

هي قلمي نسخو خط نستعليق ۽ خط شڪسته ۾ ڪتابت ٿيل آهي، جيڪو 56 صفحن تي مشتمل آهي ۽ سنڌي ادبي بورڊ جي قلمي نسخن ۾ محفوظ آهي.

**انصاري، عثمان علي**: نامور اديب، تعليم دان ۽ عالم. عثمان علي انصاريءَ جا وڏا سهارنپور جا رهاڪو هئا. سندس والد ميان هدايت علي انصاري، سهارنپور ضلعي جي جنت آباد (انبهٽه) ۾ ڄائو هو. ۽ 1870ع ڌاري نوڪريءَ سانگي سنڌ ۾ آيو.



1901ع ۾ هو سيوهڻ ۾ پوليس انسپيڪٽر هو، جتي وفات ڪيائين. هن جي مستقل رهائش شڪارپور ۾ هئي. هن ميرپور ماٿيلي جي رندن مان شادي ڪئي هئي، جنهن مان کيس ٻه فرزند ۽ هڪ نياڻي ڄائي. عثمان علي انصاري، 21 آڪٽوبر 1901ع ۾ شڪارپور ۾ ڄائو. سندس ولادت کان ٻه مهينا اڳ سندس والد جو انتقال ٿيو.

هن ابتدائي تعليم شڪارپور جي سنڌي اسڪول نمبر 2 مان ورتي، جيڪو اسڪول هاٿيدر جي ٻاهران خانبهادر جان محمد جان پٺاڻ جي اوطاق جي پر ۾ هو. سندس چاچو شيخ صادق علي مرحوم ان وقت ميهڙ ڊويزن جو ڊپٽي ڪليڪٽر هو، اُن کيس گهرائي ميهڙ جي سنڌي اسڪول ۾ پڙهڻ ويهاريو، اُتي چار درجا پڙهي، موٽي شڪارپور ويو، جتي ٻن سالن تائين قاضي بهادر عليءَ وٽ فارسي پڙهندو رهيو. جتان شيخ صادق عليءَ وري کيس گهرائي، خيرپور ميرس ۾ انگريزي پڙهڻ لاءِ ويهاريو، اُتي ٿورو وقت رهي، وري اچي شڪارپور هاءِ اسڪول ۾ پڙهڻ ويٺو. جتان 1918ع ۾ مئٽرڪ جو امتحان ڏنائين.

سندس 'خود نوشته حيات' موجب هو: "پڙهڻ جو جذبو ۽ راندين جو شوقين هو. انهيءَ ڪري پڙهڻ کان وڌيڪ راندين طرف توجهه ڏيندو هو." مئٽرڪ پاس ڪرڻ کان پوءِ هو جهونا ڳڙهه ڪاليج ۾ پڙهڻ لاءِ ويو. اُتان پڙهڻ کان سواءِ موٽي آيو. ساڳئي سال، آڪٽوبر مهيني ۾، عليگڙهه ڪاليج ۾ پڙهڻ ويو، جتي 1921ع ۾ انٽرپاس ڪيائين. خلافت تحريڪ جي وقت ۾ جڏهن مهاتما گانڌي، مولانا محمد علي ۽ مولانا شوڪت علي عليگڙهه ويا، تڏهن اُنهن جي تقريرن کان متاثر ٿي، هي هجرت ڪري پشاور ويو. جتان ڪيترين مشڪلاتن برداشت ڪرڻ کان پوءِ، ٻارهن ڏينهن بعد، موٽي شڪارپور پهتو ان کان پوءِ ناز هاءِ اسڪول خيرپور ۾ ماستري ڪيائين. بعد ۾ هڪ سال لاءِ ڊي. جي سنڌ ڪاليج ڪراچيءَ ۾ پڙهڻ لاءِ ويو. جتان 1922ع ۾ بڙودا ڪاليج ۾ پڙهڻ ويو ۽ 1923ع ۾ بمبئي يونيورسٽيءَ مان بي.اي جي ڊگري پاس ڪري، جرنلزم (صحافت) جي ڊپلوما وٺي وطن وريو. موٽڻ کان پوءِ 'بامبي ڪرانيڪل' اخبار ۾ سيد عبدالله بريلويءَ جي هٿ هيٺ ڪجهه وقت لاءِ ڪم ڪيائين.

سگهوئي اُتان کيس سر غلام حسين هدايت الله، سنڌ گهرائي، ميرپورخاص مدرسي اسڪول جو هيڊماستر ڪري رکيو. جتي هن 27 نومبر 1925ع تي چارج ورتي ۽ ٻه سال ڪن پڙهائڻ کان پوءِ، 1927ع ۾ سندس بدلي نوشهري فيروز مدرسي هاءِ اسڪول ۾ ٿي، جتي 1933ع تائين پرنسپال ٿي رهيو. اُتان وري کيس بدلي ڪري ميرپورخاص هاءِ اسڪول ۾ هيو پيرو رکيو ويو. جتي 1940ع تائين هيڊماستر رهيو.

1940ع ۾ عثمان علي انصاري، ڪراچيءَ ۾ ايڊيوڪيشنل انسپيڪٽر ٿي آيو. جتي ڊسمبر 1947ع تائين رهيو. پوءِ کيس ايس. ٽي. ڪاليج ڪراچيءَ جو پرنسپال ڪري رکيو ويو. جتان ڇهن سالن بعد، 1950ع ۾ ڊاڪٽر عمر بن محمد دائود پوٽي جي پبلڪ سروس ڪميشن جي ميمبر مقرر ٿيڻ تي، کيس ڊائريڪٽر آف پبلڪ انسٽرڪشن سنڌ جي عهدي تي مقرر ڪيو ويو. جتان 1957ع ۾ پينشن تي لٿو.

عثمان علي انصاري نوشهري فيروز مدرسي جي پرنسپاليءَ واري زماني ۾ نامور سياستدان سيد ظفر علي شاه جي والد سيد محمد علي شاه ڊيري واري جو اُستاد ٿي رهيو جيڪو خود به سياستدان هو. اهڙيءَ ريت هن جا مقامي زميندارن سان سٺا تعلقات قائم ٿيا. شڪارپور جي خانبهادر الله بخش سومري ۽ حاجي مولا بخش سومري سان به دوستانه تعلقات هئس.

جڏهن سائين جي.ايم.سيد 1940ع ۾ وزير تعليم ۽ ليبر حڪومت سنڌ ٿيو ته عثمان علي انصاريءَ جي لياقت ۽ خوش خلقيءَ کان متاثر ٿي، کيس "سنڌي ادب جي مرڪزي صلاحڪار بورڊ" جو سيڪريٽري ڪري رکيائين. 'سنڌي لغت' تيار ڪرڻ جو ڪم به هين عالمن- پيرومل مهرچند، هرومل سدارنگاڻي، محمد بخش واصف وغيره سان گڏ انصاريءَ صاحب جي حوالي ڪيو ويو. ان کان سواءِ جي.ايم.سيد کيس ڪيترين تعليمي ڪميٽين، جهڙوڪ: سيڪنڊري ايڊيوڪيشن ڪميٽي، راڄ جي تعليم ڏيڻ لاءِ ڪميٽي وغيره جو سيڪريٽري پڻ ڪري رکيو جيتوڻيڪ عثمان علي انصاريءَ جو والد يو.پي (سهارنپور) کان آيل هو. پر عثمان علي انصاري، سنڌي ٻوليءَ جو ڄاڻو عالم ۽ اديب هو. جڏهن 1951ع ۾ 'سنڌي ادبي بورڊ' جي نئين سر

تشڪيل ٿي تہ جي.ايم.سيد ۽ محمد ابراهيم جويي سان گڏجي سنڌي ادبي بورڊ ۾ ڪم ڪيائين. ان وقت انصاري صاحب ڊائريڪٽر آف پبلڪ انسٽرڪشن هو. هن ادبي بورڊ جي ترقيءَ لاءِ وڏي سرجوشيءَ ۽ محنت سان ڪم ڪيو.

جڏهن جي.ايم.سيد کي 10 آڪٽوبر 1958ع کان جنوري 1960ع تائين ڪراچي سينٽرل جيل ڪراچيءَ ۾ نظربند ڪري رکيو ويو تہ ان عرصي ۾ عثمان علي انصاري بورڊ جي هڪ سرڪرده ميمبر جي حيثيت ۾، ۽ محمد ابراهيم جويو سيڪريٽري طور بورڊ جو ڪاروبار هلائيندا رهيا. انصاري صاحب بورڊ جي ٺهڻ وقت بہ اُن جو سيڪريٽري هو. ۽ مارشل لا جي قيام کان پوءِ، جڏهن سرڪار محمد ابراهيم جويي صاحب تي 'ون يونٽ خلاف سرگرميءَ' جي ڪري ناراض ٿي، کيس تعليم کاتي ۾ واپس موڪليو، تڏهن انصاري صاحب وري بہ ڪجهہ عرصي لاءِ بورڊ جو اعزازي سيڪريٽري ٿي رهيو.

عثمان علي انصاريءَ ڪيترا ڪتاب تصنيف ڪرڻ جو ڪم هٿ ۾ ڪنيو هو پر هو ڪي ٿورا ڪتاب لکي، ترتيب ڏئي ۽ ترجمو ڪري سگهيو، جن ۾: (1) درس عمل (1936ع)، (2) گمراهہ دوست (ترجمو: 1939ع)، (3) ادبي انتخاب (1944ع)، (4) يوناني فلسفو (ترجمو)، (5) جرم وفا (ترجمو: ناٽڪ)، (6) پنج (خليل جبران جون ڪهاڻيون: ترجمو)، (7) سنڌي نثر شامل آهن.

سندس عالمانہ ۽ تحقيقي ڪم ۾ هينيان بہ ڪتاب وڏي معيار جا آهن.

(1) رسالو سچل سرمست (سنڌي ڪلام): جيڪو سنڌي ادبي بورڊ 1958ع ۾ شايع ڪيو.

(2) شاهہ جو رسالو: جيڪو پڻ شاهہ ثقافتي مرڪز ۽ سنڌي ادبي بورڊ جي سهڪار سان 1997ع ۾ ڇپجي پڌرو ٿيو.

سچل سرمست جي رسالي جو ڪم عثمان علي انصاريءَ کي 1952ع ۾ سنڌي ادبي بورڊ طرفان سونپيو ويو هو. ڪجهہ مهينا کيس سچل جو ڪلام هٿ ڪرڻ ۾ لڳا، جنهن ڏس ۾ هن ان وقت تائين سچل سرمست جا ڇپيل سمورا نسخا هٿ ڪيا، جن ۾ (1) مرزا علي قلي بيگ وارو رسالو (ٻئي جلد)، (2) پوڪرداس وارو رسالو، (3) هريسنگهہ وارو رسالو، (4) آغا غلام نبي صوفيءَ وارو رسالو (5) نماڻي فقير وارو رسالو وغيره شامل هئا. ان کان سواءِ هن نظر محمد شڪارپوريءَ جي دستخط مان ڪيترين ڪافين ۽ بيت هٿ ڪيا، جيڪي ٻين نسخن ۾ نہ هئا. ان سواءِ صفر فقير درازيءَ جي سهيڙيل ڪلام مان بہ لاڀ ورتائين. انهن سمورن نسخن کي سهيڙڻ کان سواءِ، هن تصوف جو وسيع مطالعو ڪيو. جنهن دوران هن ابن عربيءَ جي ڪتاب 'فصوص الحڪم' جو خاص ابياس ڪيو. ان کان سواءِ 'نظريہ توحيد'، 'مڪتوبات امام رباني'، 'تصوف اسلام'، 'فلسفہ فقراءِ'، 'علم تصوف'، 'ڪلمة الحق'، وغيره ڪتاب پڙهيائين ۽ سچل جي رسالي تي تفصيلي مقدمو

لکيائين، جنهن ۾ تصوف جي حوالي سان خاص بحث ٿيل آهي. 'رسالي سچل سرمست' جا سنڌي ادبي بورڊ بہ ڇاپا 1959ع ۽ 1982ع ۾ ڇپائي پڌرا ڪيا. ٽيون ڇاپو: سنڌي اديبن جي سهڪاري سنگت، حيدرآباد 'شاهہ، سچل ۽ سامي' جي رسالن جي گڏيل اشاعت طور ڇپائي پڌرو ڪيو. چوٿون ڇاپو: گل محمد تنيي جي ترتيب سان روشني پبليڪيشن ڪنڊيارو، 1997ع ۾ شايع ڪيو ۽ تازو پنجون ڇاپو ڊاڪٽر مخمور بخاريءَ جي ترتيب ۽ سنوار سان، سنڌي ادبي بورڊ 2012ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو آهي.

عثمان علي انصاريءَ جو شاهہ لطيف سان دلي لڳاءُ ۽ عشق هو. هو خود لکي ٿو تہ "فيبروري 1947ع تائين منهنجو پلاري پڙهائيءَ جو مطالعو يا تہ ڪن خاص موقعن تي تقريرون تيار ڪرڻ وقت ٿيندو هو يا پنهنجي ذهني عياشيءَ جي باڙ پوري ڪرڻ لاءِ ٻنهي حالتن ۾ يا تہ عوام جي ضيافت جو خيال رکندي، سندن پسنديءَ جا خاص سُرپڙهي، تقريرون تيار ڪندو هئس، ۽ يا پنهنجي پسند جا ڪي منا سُرچونڊي، تفريحاً ويهي پڙهندو هوس. فيبروري 1947ع ۾ مون کي (هڪ حادثي دوران) ڌڪ لڳا ۽ ڦٽجي اچي حيدرآباد جي اسپتال ۾ پيس. ڪنهن سان ڳالهائڻ جي اجازت ڪين هيم. تنهنڪري دوستن کي عرض ڪيم تہ ڪي ڳائڻ وارا هٿ ڪري ڏيوم، جي سنڌي ڪافيون ويهي ٻڌائينم تہ جيئن ڦٽ بہ جلد ميڙنم ۽ وندر بہ ٿئي. نيازمنديءَ جو رستو گهڻن ئي صاحبن سان هو. تن مان ڪيترن ئي وٽ اهو عرض اگهاڻو ۽ حيدرآباد جي اسپتال ۾ روزانو چگو موچارو هانڊو شروع ٿي ويو.. اُتي گواليار (گهراڻي) جو هڪ نوجوان پروفيسر بہ مجلس کي زينت بخشيندو هو.. سنڌيءَ ۾ جڏهن ياڳيسريءَ مان پٽائيءَ جي هيءَ ڪافي آلاپيندو هو: "تند نہ ڪرتون نماڻي، وڃئي ٿي ويل وهاڻي" تہ آءٌ ائين سمجهندو هئس تہ ڄڻ سرجن جي سموري جراحيءَ کان هيءَ وڌيڪ منهنجي ڦٽن کي ڇٽائيندو ويندو هوا!"

ائين انصاري صاحب، آگسٽ 1947ع ۾ اسپتال مان گهر موٽي آيو. حيدرآباد جي هاڻن کان تہ محروم ٿي ويو هو. پر هنڌ تي ليٽئي شاهہ جو رسالو ڪٿي پيو پڙهندو هو. اتي کيس خيال آيو تہ شاهہ جي ڪجهہ قلمي ۽ ڇاپيل نسخن کي ڀيٽي، صحيح رسالو ترتيب ڏجي. ان وقت وٽس ڊاڪٽر گربخشاڻيءَ کان مليل بہ قلمي نسخا موجود هئا. جن کي آڏو رکي، سيني ڇپيل رسالن جي بيتن جي ڀيٽ شروع ڪيائين. جڏهن ڊسمبر 1947ع ۾ وري اچي نوڪريءَ تي چڙهيو تہ ڪاليج جي ملازمت دوران کيس فرصت نصيب ٿي ۽ هن شاهہ جي رسالي جو ڪم شروع ڪري ڇڏيو ان وقت وٽس هينيان نسخا موجود هئا:

(1) بلڙيءَ وارو نسخو (2) پٽ وارو نسخو، (3) سيوهڻ وارو نسخو، (4) ٺٽي وارو نسخو (5) درٻيلي جي مخدومن جو نسخو، (6) بمبئيءَ وارو رسالو (7) ڊاڪٽر ٽرمپ وارو رسالو، (8) مرزا قليچ بيگ وارو رسالو، (9) ديوان تاراچند شوقيرام وارو رسالو ۽ (10) ڊاڪٽر گربخشاڻيءَ وارو رسالو ان کان سواءِ (11) محمد عثمان ڏيپلائيءَ وارو رسالو، (12) شاهواڻيءَ وارو رسالو ۽ (13) بشير احمد وارو نسخو، اهي

نسخا هٿ ڪري ڪم ۾ جنبي ويو. اهڙيءَ ريت ٻن سالن ۾ رسالو مڪمل ڪري ورتائين ۽ ڪوشش ڪري رسالي جي بيتن جون معياري ۽ عقلي پڙهڻيون قائم رکيائين. مثال طور: ڀٽائيءَ جي هڪ بيت جي پهرين سٽ جي مختلف رسالن ۾ موجود هيٺين پڙهڻي، ڪيس اَڙي ئي نه پئي:

ڏول مَ ڪٽي ڀانهڙي، پرين مَ ڪٽي پاند،
آءُ پنهنجو ڪانڌ لوڪان لڪي رانئيان.

هن ڳولا ڪندي، ٽئي واري نسخي ۾ درست پڙهڻي ڏٺي، ته ڄڻ ڪيس بي حساب دولت ملي وئي ۽ شاهه جي شاعرانه عظمت جو نقش سندس دل تي وڌيڪ گهرو ٿي ويو:

ڏول مَ ڪٽي ڀانهڙي، پرهه مَ ڪٽي پاند،
آءُ پنهنجو ڪانڌ، لوڪان لڪي رانئيان.

هو لکي ٿو ته ”سندس دلي خواهش هئي ته .خدا ڪري ته منهنجي نگاهه ڪي لطيف جي شعر ۾ ڪو عيب نظر نه اچي.“ ان ڪري، شاهه جي رسالي جي ترتيب وقت سندس سموري ڪوشش ان نقطي تي مرڪوز رهي. افسوس، جو عثمان علي انصاري صاحب، پنهنجي زندگيءَ ۾ پنهنجو پورهيو ڇپائي نه سگهيو ۽ سندس تحقيق سان ترتيب ڏنل رسالو ”هڪ نيري رنگ جي ريشمي پوتڙي ۾ ويڙهيل، سندس گهر ۾ رکيو رهيو. ڪن جو چوڻ آهي ته اُن زماني ۾ ڊاڪٽر دائود پوٽو شاهه جو رسالو ترتيب ڏئي رهيو هو ۽ انصاري صاحب ساڻس ڪن ڳالهين ۾ اختلاف رکندو هو. ان ڪري سندس خيال هو ته دائودپوٽي صاحب جي رسالي ڇپجڻ کان پوءِ هو پنهنجو ترتيب ڏنل رسالو ڇپرائيندو. والله اعلم بالصواب! عثمان علي انصاري 02 سيپٽمبر 1962ع تي ڪراچيءَ ۾، 65 سالن جي عمر ۾، دل جي ٽٽڻ سبب انتقال ڪيو.

مولانا غلام محمد گرامي، عثمان علي انصاريءَ جي شخصيت بابت لکي ٿو: ”انصاري صاحب پنهنجي ذهني، فڪري، علمي ۽ ادبي حيثيت سان سنڌي ادب ۾ انفرادي مقام تي پهتو.. هو سنڌي علم و فن، تهذيب ۽ ثقافت، خاص ڪري شاهه لطيف جو عاشق هو. سندس علمي ۽ فڪري مقالا فڪرانگيز آهن. شاهه جي رسالي جي ترتيب متعلق انصاري صاحب جي جستجو ۽ تحقيق نهايت محققانه ۽ عالمانه آهي... شاهه جي بيتن جي تلاش، پرک ۽ پيشڪش جي نقطه نظر سان انصاري صاحب ڪافي عرق ريزي ڪئي. سندس چوڻ هو ته: ”هن شاهه کي ايڊٽ ڪيو آهي، پر جيستائين علامه دائودپوٽي جو رسالو شايع نه ٿيو آهي، تيستائين مان پنهنجو رسالو نه ڪڍندس!“... انصاري صاحب جي تحرير ۾ زندگي، شوخي، خفيف (هلڪو) مذاق ۽ خوشگوار اظهار موجود آهي.

**انفال سورة**: سورة انفال قرآن مجيد جي اٺين سورت آهي، هن ۾ 75 آيتون ۽ ڏهه رڪوع آهن. انفال جي معنيٰ ’غنيمت جو مال‘ آهي. هيءَ سورت بدر جي جنگ ۾ مسلمانن جي فتح حاصل ڪرڻ ڪانپوءِ هٿ ايندڙ غنيمت جي مال جي مناسبت سان نازل ٿي. اها پهرين اسلامي جنگ هئي، جيڪا مسلمانن ۽ ڪافرن جي وچ ۾ لڳي هئي. هن جنگ ۾ دشمنن کان غنيمت جو مال به هٿ آيو ۽ ڪيترائي ڪافر به قيدي ٿيا. اهڙي مال کي جائز قرار ڏنو ويو. ٻئي طرف انهن ئي قريش ڪافرن جي هڪ واپاري قافلي کي ڪن مسلمانن لُٽڻ تي چاهيو جنهن کي قرآن مجيد دنيا جو مال قرار ڏيندي ناجائز قرار ڏنو. هن ٻڌائڻ جو مقصد هي هو ته جنگ ۾ هٿ ايندڙ مال جائز آهي ۽ دنيا جو مال حاصل ڪرڻ جي غرض سان ڪنهن کان به ڦرڪرڻ ناجائز آهي، ڇو ته اصل مقصد مال حاصل ڪرڻ ناهي، بلڪ جنگ جو اصل مقصد ڪو ٻيو آهي. هن سورت ۾ بدر جي جنگ جو ذڪر ڪيو ويو آهي ۽ ٻڌايو ويو آهي ته جنگين جو مقصد مال حاصل ڪرڻ ناهي، بلڪ اصلاح ۽ اطاعت آهي. حڪم ڪيو ويو ته پنهنجي اصلاح ڪريو الله تعاليٰ جو ذڪر ڪريو رسول الله صلي الله عليه وسلم جن جي فرمانبرداري ڪريو نماز پڙهو ۽ زڪوات ڏيو ته پڪا مؤمن ٿيندؤ. ان کان پوءِ ٻڌايو ويو آهي ته جنگ بدر ۾ الله تعاليٰ حق کي ثابت ڪرڻ تي چاهيو ته جيئن اسلام جي دشمنن جون پاڙون پٽجي وڃن. ٻئي رڪوع ۾ فتح جي سببن جو ذڪر ڪندي ٻڌايو ويو آهي ته هي محض الله تعاليٰ جي مدد هئي. ٽئين رڪوع ۾ ڪاميابيءَ جون حقيقي راهون ٻڌائيندي مسلمانن کي تنبيهه ڪئي وئي آهي. چوٿين رڪوع ۾ ٻڌايو ويو آهي ته ڪافر اجا به اوهان سان وڙهندا رهندا، پر ناڪام ٿيندا رهندا ۽ مسلمان آخر ڪعبة الله جا وارث ٿيندا. پنجين رڪوع ۾ ٻڌايو ويو آهي ته بدر جو ميڙ الله تعاليٰ جي مصلحت سان ٿيو نه ته مسلمانن ۾ ايتري طاقت نه هئي، جو ڪافرن جي هيڏي وڏي لشڪر جو مقابلو ڪري سگهن. ڇهين رڪوع ۾ مسلمانن کي جنگ ۾ ثابت قدم رهڻ جي نصيحت فرمائي وئي ته جيئن الله تعاليٰ جي نصرت جا لائق ٿين. ستين رڪوع ۾ ڪافرن جي واعدي خلافين جو ذڪر ڪيو ويو آهي. اٺين رڪوع ۾ مسلمانن کي ڪافرن جي مقابلي لاءِ هر وقت تيار رهڻ لاءِ چيو ويو آهي. نائين رڪوع ۾ تسلي ڏني وئي آهي ته دشمن جي گهڻي تعداد کان نه گهبرائجي، الله تعاليٰ مسلمانن کي دشمنن تي ٻيڻ بلڪ ڏهوڻ غالب ڪري ڏيکاريندو. ڏهين رڪوع ۾ ٻڌايو ويو آهي ته مسلمانن کي پنهنجا تعلقات مضبوط رکڻ گهرجن ۽ دين جي معاملي ۾ جيڪڏهن ڪافر مسلمانن سان زيادتي ڪن ته ٻين مسلمانن تي فرض آهي ته انهن جي مدد ڪن. سواءِ ان صورت ۾ جو جن ڪافرن جو مسلمانن سان ڪو عهد ٿيل هجي. ان ڪانپوءِ جنگ جي قانونن ۽ صلح متعلق اخلاقي هدايتون ڏنيون ويون آهن. جيئن مسلمان پنهنجي صلح ۽ جنگ جي وقت ۾ قديم جهالت وارن طريقن کان بچن ۽ دنيا تي انهن جي اخلاقي برتري قائم ٿئي ۽ دنيا کي پتو پئجي وڃي ته اسلام پهرين ڏينهن کان جيڪا اخلاق تي عملي زندگيءَ جو بنياد رکڻ جي دعوت ڏيئي رهيو آهي، ان جي سوچ عملي زندگيءَ ۾ واقعي ڇا آهي. ان ڪانپوءِ اسلامي رياست جي دستوري قانون جون شقون بيان ڪيون ويون آهن، جن موجب دارالاسلام جي مسلمان رهاڪن جي آئيني حيثيت انهن مسلمانن کان جدا ڪئي وئي آهي، جيڪي دارالاسلام جي حدن کان ٻاهر رهن ٿا.

**انگن چڙهيو انگ** (ڪتاب): هي نوجوان ڪهاڻيڪار ضراب حيدر جي ڪهاڻين جو پهريون مجموعو آهي. 'انگن چڙهيو انگ' ۾ ڊائريءَ جا ورق ۽ 10 ڪهاڻيون: (1) انگن چڙهيو انگ، (2) جذبن پريو لاش، (3) جمالو، (4) ڪوجو قهر ڪلاچ ۾، (5) ڪاري ڪينواس تي، (6) هاءِ پتنگڙا، (7) واهه ڙي! ڪوئا تنهنجا تماشا، (8) آرٽس فيڪلٽي، (9) لڙڪن پري آجيان ۽ (10) آس شامل آهن. ڪتاب ۾ "ٽئين سگهه" عنوان سان، پيش لفظ طارق عالم ابڙي لکيو آهي، جڏهن ته ۾ اڪر طارق عاجز پٽيءَ لکيا آهن ۽ ليڪڪ جو تعارف منصور قادر جوڻيجي لکيو آهي. ڪچي جلد سان، ڊيمي سائيز جو هي ڪتاب 114 صفحن تي مشتمل آهي، جنهن کي شانتي پبليڪيشن بدين، آڪاش پرنٽنگ پريس حيدرآباد مان ڇپائي، آگسٽ 1989ع ۾ پڌرو ڪيو هن ڪتاب جو ٽائيٽل طارق عالم جو ٺاهيل آهي ۽ ڪتاب جي قيمت 20 روپيا آهي.




**انور علي عباسي**: ٽوڙهي ڦاٽڪ جي سانحي ۾ شهيد ٿيندڙ انور علي ولد علي محمد عباسيءَ جو جنم 12 آگسٽ 1962ع تي ضلعي لاڙڪاڻي (هاڻوڪي قنبر-شهدادڪوٽ) جي هڪ ڳوٺ پڪي ۾ ٿيو. انور عباسيءَ ابتدائي تعليم نئين ڳوٺ جي اسڪول ۾ حاصل ڪيائين. انگريزي تعليم گورنمينٽ هاءِ اسڪول وڳڻ مان حاصل ڪيائين. سنڌي ماڻهن جي حقن جو استحصال ڏسي انور عباسي اسڪول ۾ پڙهڻ دوران ئي سياست ۾ داخل ٿي چڪو هو. هن مئٽرڪ پاس ڪري گورنمينٽ ڊگري ڪاليج دادوءَ ۾ فرسٽ ايئر ۾ داخلا ورتي، جنهن دوران هن باقاعدي سياسي زندگيءَ جي شروعات ڪئي. هو هميشه سنڌي ماڻهن جي متحد ڪرڻ ۾ ڪوشان رهندو هو. انور عباسي سنڌ جي آجپي جو حامي هو. هو 1977ع ڌاري جيئي سنڌ فيڊريشن ۾ شامل ٿيو. جنهن دوران هن تحريڪ کي فعال ڪرڻ لاءِ ڪيترين ئي خدمتون سرانجام ڏنيون. 1980ع ۾ سنڌ يونيورسٽيءَ ۾ ڪامرس شعبي ۾ داخلا ورتائين. ان دوران هيءُ يونيورسٽيءَ جي تنظيمي سرگرمين ۾ حصو وٺندو رهيو. هن ڪڏهن به تنظيمي حڪم تحت مالي ۽ جاني قرباني ڏيڻ کان ڪين ڪيٻايو. هي هڪ سماجي ۽ انقلابي سوچ رکندڙ ڪارڪن سان گڏوگڏ سٺو اديب به هو. انور علي عباسي بي. ڪام آنرس ٽئين سال جو آخري پرچو ڏئي 17 آڪٽوبر 1984ع تي سنڌ يونيورسٽيءَ ڄامشوري مان چانڊڪا ميڊيڪل ڪاليج لاڙڪاڻي جي رٿيل هڪ سيمينار 'جشن لطيف' ۾ شرڪت لاءِ وڃي رهيو هو ته مانجهند پرسان ٽوڙهي ڦاٽڪ وٽ وردي پوش سرڪاري اهلڪارن بس مٿان فائرنگ ڪري ڏني، جنهن ۾ انور عباسيءَ سميت ڪيترا نوجوان شهيد ٿي ويا. انور عباسيءَ جي لاش کي رات پيٽ ۾ واپڊا ڪالوني ڄامشوري ۾ دفن ڪيو ويو. وارثن کي اها خبر ڏهن ڏينهن بعد پئي.



**انور هڪڙو**: ريڊيو پاڪستان حيدرآباد جي ناليواري براڊ ڪاسٽر انور هڪڙي جو پورو نالو محمد انور هڪڙو آهي. هن 1952ع ۾ جنم ورتو هن تعليم پوري ڪري پنهنجي عملي زندگيءَ جو آغاز پريس اينڊ انفارميشن کاتي ۾ نوڪريءَ کان ڪيو. انور هڪڙو پنهنجي وقت جو مشهور براڊ ڪاسٽر ٿي گذريو آهي. قنبر شهر جو رهاڪو هو. نوڪريءَ جي سلسلي ۾ حيدرآباد ۾ رهائش پذير ٿيو. کيس براڊ ڪاسٽنگ سان بيحد دلچسپي هئي، ان ڪري پريس اينڊ انفارميشن جي نوڪري ڇڏي ريڊيو پاڪستان ۾ ڪم ڪرڻ شروع ڪيائين. جتي هو 18 سال پروڊيوسر، سينئر پروڊيوسر ۽ پروگرام مئنيجر جي حيثيت سان ڪم ڪندو رهيو. کيس حيدرآباد ريڊيو اسٽيشن تي وڏ ۾ وڏ رهڻ جو موقعو مليو. هن نوجوانن ۽ شاگردن جي پروگرامن ۾ نئون ٽئلينٽ متعارف ڪرائي ڪمپيئرن ۽ ڊراما آرٽسٽن جو هڪ وڏو تعداد ريڊيو کي ڏنو. محمد انور هڪڙي بيمار رهڻ جي باوجود پنهنجون ذميواريون نڀايون. ريڊيو پاڪستان خيرپور ۾ به فرض سرانجام ڏنائين. هن نالي واري براڊ ڪاسٽر 23 فيبروري 2008ع تي وفات ڪئي.



**اوڪسفرڊ انگلش - سنڌي ڊڪشنري**: هيءَ جديد ۽ جامع لغت اوڪسفورڊ يونيورسٽي پريس، ڪراچيءَ طرفان 2010ع ۾ شايع ڪئي وئي، هن ڊڪشنريءَ جو چيف ايڊيٽر سراج الحق ميمڻ هو. هن لغت ۾ انگريزي لفظن جون سنڌي معنائون، استعمال، اچار، هدايتون ۽ وضاحتون ڏنل آهن. ان کان علاوه بين الاقوامي صوتي ابجد (IPA) مطابق انگريزي لفظن جو اچار انگريزي توڙي سنڌي ٻوليءَ ۾ متبادل لفظ، سائنسي اصطلاح، ٻيهڪ جون نشانيون ۽ جملا بيان ڪيل آهن. مجموعي طور هن ضخيم ڊڪشنريءَ ۾ 65000 بنيادي انگريزي لفظن جون هڪ لک چاليهه هزار سنڌي معنائون ڏنل آهن. هن ڊڪشنريءَ جي تياريءَ ۾ جن عالمن ۽ ماهرن حصو ورتو، تن ۾ پروفيسر قلندر شاهه لڪياري، ڊاڪٽر فهميده حسين، بدر ابڙو، نور احمد جنجهي



۾ پيا شامل هئا. پڪي جلد ۽ ڊسٽ ڪور سان هيءَ ڊبل ڪرائون سائيز جي ڊڪشنري 2096 صفحن تي مشتمل آهي، جنهن جي قيمت 1500 روپيا آهي.

**اي. بي راجپوت**: نامور صحافي، براڊڪاسٽر، قديم آثارن جو ماهر ۽ دهلي ميوزيم جو پهريون ڪيوريٽر (ميمبر) اي. بي راجپوت 1919ع ڌاري دهليءَ ۾ ڄائو. سندس اصل نالو الله بخش هو. هو تهران ۾ پاڪستان سفارتخاني جي ثقافت واري شعبي ۾ 1955ع کان 1956ع تائين فرائض سرانجام ڏنا. 1960ع کان 1961ع تائين بيورو آف ايجوڪيشن جو سينٽرل ڊائريڪٽر ۽ 1964ع کان 1967ع تائين ڊپارٽمنٽ آف فلمز اينڊ پبليڪيشنز جو ڊائريڪٽر رهي چڪو آهي، کيس ايران حڪومت طرفان 'نشان سپاس' جو اعزاز به مليو. هن جي لکيل ڪتابن ۾ هيٺيان شامل آهن:

(1) Iran Today (1945), (2) The Panjab Crisis and Cause (1946), (3) The Architecture of Pakistan, (4) The Struggle for Freedom (1947), (5) Muslim League Yesterday and Today (1948) & (6) The Social Customs and Practices in Pakistan (1978).

هن 21 جولاءِ 1991ع تي ڪراچيءَ ۾ وفات ڪئي.

**ايجاب ۽ قبول**: هي شرعي اصطلاح آهي، جنهن جي معنيٰ واپار يا نڪاح جي وقت اقرار ڪرڻ آهي. يعني واپار يا نڪاح جون ڌريون جيڪي خريد ۽ فروخت يا نڪاح جي اقرار جا الفاظ ورجائن ٿيون، تن کي ايجاب ۽ قبول چيو وڃي ٿو. مثال طور ڪو شخص چوي ته مون توکي فلاڻي شيءِ هيتري رقم جي عيوض ۾ وڪڻي ڏني يا ڪو مرد چوي ته مان هيتري 'مهر' جي عيوض توکي نڪاح ۾ آڻڻ گهران ٿو يا عورت چوي ته مان هيتري مهر جي عيوض تو سان نڪاح ڪريان ٿي ته اهو 'ايجاب' چئبو. اهي لفظ ڌرين جا وڪيل به ادا ڪري سگهن ٿا. ٻي ڌر جي طرفان جيڪا رضامندي هوندي. ان کي قبول چيو ويندو. ايجاب ۽ قبول جي لفظن جو ماضيءَ جي صيغي وارو هجڻ ضروري آهي. مستقبل جي صيغي ۾ ايجاب ۽ قبول نه ٿيندو. مثال طور ڪو هي چوي ته آئون هي شيءِ توکي وڪڻندس يا تو سان نڪاح ڪندس، ته اهو 'ايجاب' نه چئبو. اهڙيءَ طرح ڪو هي چوي ته مان تنهنجي شيءِ خريد ڪندس يا تنهنجي نڪاح کي قبول ڪندس ته اهو 'قبول' نه ٿيندو.

**اي ڊڪشنري سنڌي اينڊ انگلش**: هيءَ ڊڪشنري انگريز عملدار ڪئپٽن جارج اسٽئڪ جي ديوناگري رسم الخط ۾ تيار ڪيل سنڌي - انگريزي ڊڪشنري جو سنڌي الٿو آهي، جيڪو محسن عباسي ۽ پارسا رضويءَ ڪيو آهي، جڏهن ته هن ڊڪشنريءَ کي ڊاڪٽر فهميده حسين ايڊٽ ڪيو آهي. ڪئپٽن اسٽئڪ جي ديوناگري ۾ لکيل سنڌي - انگريزي ڊڪشنري 1855ع




ڌاري آمريڪن مشن پريس، بمبئي طرفان شايع ڪئي وئي هئي. موجوده سنڌي الٿي واري ڊڪشنريءَ جو پهريون ڇاپو 2010ع ۾ سنڌي ٻوليءَ جي با اختيار اداري، حيدرآباد طرفان شايع ڪيو ويو. هيءَ ڊڪشنري ڊبل ڪرائون سائيز سان 645 صفحن تي مشتمل آهي ۽ هن جي قيمت 300 روپيا ڄاڻايل آهي.

**ايراني شهزادي** (ڪتاب): هي ڪتاب نامور ليکڪ صحافي ۽ فڪشن ليکڪ، محمد عثمان ڏيپلائيءَ جو اسلامي تاريخي ناول آهي، هي ناول پهريون ڀيرو ڏيپلائي 27 جون 1944ع ۾ ڇپائي پڌرو ٿيو هو ۽ 69 سالن جي ڊگهي عرصي کانپوءِ تازو مهراڻ اڪيڊميءَ شڪارپور اپريل 2013ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو آهي. هي ڪتاب 'قادسيه جي جنگ' جي پس منظر ۾ رکيو ويو آهي. مشهور اصحابي ۽ ڏهن جنتي اصحابن ۾ شمار ٿيندڙ حضرت سعد بن ابي وقاص رضه اسلامي لشڪر جو اڳواڻ هو جڏهن ته ايراني لشڪر جو اڳواڻ رستم هو. هن ڪتاب ذريعي ڏيکاريو ويو آهي




ته چند هزارن تي مشتمل اسلامي لشڪر زردشت جي پوئلڳ 2 لک فوج کي شڪست ڏئي ڪيئن ايران کي اسلامي دائري ۾ شامل ڪري ڇڏيو. ڊيمي سائيز جي 68 صفحن تي مشتمل ڪتاب جي قيمت، 60 روپيا آهي.

**اينيمزم ۽ ان اينيمزم** (مظاهر پرستي/روحيت مظاهر): هي هڪ اهڙو عقيدو آهي، جنهن مطابق فطرت جي سمورن مظهرن مان انسان ۽ ٻين جاندارن (جانورن ۽ وڻن ٽڻن) توڙي غير جاندار شين (آسمان، زمين، سج، چنڊ، جبل، ندين وغيره) ۾ هڪ قسم جو روح يا روحاني جوهر (Spritual essance) موجود هوندو آهي. هي عقيدو قديم اڻ سڌريل توڙي سڌريل تهذيبن ۽ ثقافتن ۾ مروج رهيو آهي. جيڪو دنيا جي مذهبن جي تاريخ ۾ پڻ تمام آڳاٽو آهي. مختلف ملڪن ۽ سيپيتائن ۾ انهيءَ جا ڌار ڌار روپ ٿي سگهن ٿا، جن سان لاڳاپيل ڏند ڪٿائون، رسمون رواج به هوندا هئا، پر انهن سڀني ۾ هڪ ڳالهه مشترڪ نظر ٿي اچي ته اهي 'روحانيت' ۽ مافوق الفطرت (Supernatural) ۾ ضرور يقين رکندا هئا. انهيءَ عقيدي جا اهڃاڻ، جن مذهبن ۾ لڌا ويا آهن، تن ۾ جپان جو هڪ مذهب شنتو (Shinto)، برصغير جا هندو مت، ٻڌمت، ابراهيمي مذهبن کان اڳ ۾ مختلف هنڌن جا قديم اصلوڪا عقيدا (Paganism)، آسٽريليا جي اصلوڪن رهاڪن (Aborigines) جا عقيدا، اسڪيموز جي ڪن گروهن جا عقيدا شامل آهن.

هن عقيدي بابت سائنسي نموني اڀياس ڪرڻ کانپوءِ ان کي اينٿراپالاجيءَ (علم بشريات) ۾ هڪ اهم موضوع طور مڃيو ويو آهي پر ڪن عالمن کان ڪي غلطيون به ٿيون آهن ڪي ان کي 'Pantheism'

اينيمزم ۽ ان ...

(ڪثرت مذاهب ۾ وحدت) سان منجهائيندا رهيا آهن، پر هي عقيدو ان کان مختلف آهي، ڇو جو 'Pantheism' ۾ يقين رکندڙ سمورين شين ۾ هڪڙي روح ۽ جوهر جي ڳالهه ڪندا آهن ۽ ڪثرت ۾ اهو 'وحدت' (Monism) جو نظريو آهي، جڏهن ته اينيمزم ۽ ان اينيمزم (جاندار ۽ بي جان وجودن ۾ روح) وارا هر هڪ فطري وجود ۾ ڌار ڌار روح هئڻ جو عقيدو رکندا آهن ۽ ان ڪري هر هڪ مظهر جي ڌار روحاني حيثيت قبول ڪئي ويندي آهي، ان کي ڪي 'Polytheism' سمجهندا آهن. ياد رکڻ گهرجي ته روح جو تصور صرف فطري، قدرتي طبعي شين سان لاڳو ٿيندو آهي. هن عقيدي موجب جيئن ته فطرت جا سمورا مظاهر روح رکن ٿا، ان ڪري انهن سڀني جي عزت ڪرڻ گهرجي. اهو عقيدو سنڌ سميت سمورن قديم سماجن ۾ ڪنهن نه ڪنهن روپ ۾ رهيو آهي. انهيءَ جي اثر هيٺ ماڻهو وڻن، جانورن يا سج، چنڊ ڪانسواءِ ٻين فطرت جي مظهرن ۾ روح يا مافوق الفطرت خاصيتن هئڻ واري ڳالهه سبب انهن جي پوڄا يا پرستش ڪندا هئا. سنڌ سميت برصغير ۾ پپر، ٻڙ، نم، ڪنڊي، ٻير ۽ هرسائي وڻ ۾ روح جي موجودگي محسوس ڪري، انهن جي پوڄا ڪئي ويندي هئي، جنهن جا اهڃاڻ اڃا به سنڌ ڪلچر ۾ مختلف رسمن جي صورت ۾ موجود آهن. مثال ساون وڻن کي نه وڍڻ، انهن جي سيوا ڪرڻ، منجهن جهنڊيون ٻڌڻ، انهن هيٺان واس ڏوپ ٻارڻ، رات جو انهن هيٺان نه لنگهڻ، ڪن وڻن کي سڀاڳو ته ڪن کي نڀاڳو سمجهڻ ۽ ٻيا وهم رکڻ وغيره. اڄ به ڪٿي ڪٿي ڏسي سگهجن ٿا، ساڳيءَ ريت جانورن بابت به اهڙا ڪيئي تصور آهن: جيئن هندو مت ۾ ڳئون کي ماتا چوڻ، نانگ جي پوڄا ڪرڻ، زرعي سماجن ۾ ڏاند يا ڍڳي جي اهميت، درياهي ۽ سامونڊي ڪلچر ۾ واڳوءَ يا ڪچوءَ جي پوڄا وغيره شامل آهن. (وڌيڪ ڏسو: جانور ۽ انهن جي پوڄا) غير جاندار فطري شين مان نديون (پاڻيءَ) جي پوڄا، سنڌو، سرسوتي، گنگا ۽ جمنا کي ديوين جو روپ ڏيڻ، اڪا وجهڻ، آڪاش يا آسمان کي پتا يا ديوس پتر (يونان ۾ جپيٽر)، سج کي سوريه ديوتا چوڻ، زمين کي ڌرتي ماتا سمجهڻ، مختلف ٻين گرهن جو انسان جي قسمت تي اثر انداز ٿيڻ جو تصور رکڻ، هوا، باهه وغيره کي طاقت جو حامل سمجهڻ، انساني تخليقي عضون جي پوڄا وغيره وارا تصور، انهن قديم عقيدن جا يادگار آهن. بعد وارن دورن ۾ انهن سمورن مظهرن جا مجسما يا مورتيون ٺاهي، انهن جي پوڄا ڪئي وئي جنهن کي اصنام پرستيءَ جو نالو ڏنو ويو، جيڪا هندو مذهب ۾ عام آهي.

موهن جي دڙي جي کوٽاين مان مليل ڪيترين مهرن تي ڪن وڻن ۽ جانورن جون شڪليون اڪريل آهن. محترم جي. ايم سيد پنهنجي ڪتاب 'سنڌوءَ جي ساڃاهه' جي صفحي 133 تي محمد ادريس صديقيءَ جي ڪتاب 'وادي سنڌ ڪي تهذيب' مان هڪ حوالو لکيو آهي ته موئن جي دڙي مان هڪ مهر هٿ آئي آهي، جنهن جي ساڄي طرف زمين تي رکيل هڪ ٿالهيءَ ۾ پپر جي وڻ جون به شاخون نڪتل ڏسڻ ۾ اچن ٿيون، انهن ٻنهي شاخن جي وچ ۾ هڪ ديويءَ جي تصوير آهي، جنهن جي مٿي تي سڱ آهن ۽ ان جي سامهون هڪ عورت کي سجدي ۾ ڏيکاريو ويو آهي... ان منظر ۾ پپر جو وڻ خاص اهميت رکي ٿو. خيال آهي ته واديءَ سنڌ ۾ وڻن جي پوڄا جا ٻه طريقا رائج هئا (1) اهي وڻ پنهنجي فطري حالت ۾ پوڄبا هئا (2) وڻن جي روح کي انساني شڪل يا صفات ڏيئي، ان جي پوڄا ڪئي ويندي هئي، اهڙيءَ طرح ڪنڊيءَ جي وڻ کي به (خاص ڪري سنڌ ۾) اڄا تائين احترام سان ڏٺو ويندو آهي. ڪن وڻن ۾ جهنڊيون ٻڌيون وينديون آهن. هندن جي گهرن ۾ تلسيءَ جي پوڄا ڪئي ويندي آهي.

ساڳئي نموني غير جاندار شين جي پوڄا جا پڻ ڪيئي اهڃاڻ قديم آثارن مان مليا آهن. موهن جي دڙي مان ملندڙ مهرن مان هڪ تي ست مڇيون نهيل آهن. جن لاءِ ڊاڪٽر آسڪو پرپولا جي تحقيق اها آهي ته اهي اصل ۾ ست تارا آهن، جن کي ڪِرتڪيون (ڪَتيُوَن) چيو ويجي ٿو. جن جي پوڄا جو رواج هو. قديم سنڌ ۾ باهه يا اگني پوڄا جا به اهڃاڻ ملن ٿا. پاڻيءَ جي پوڄا جا اهڃاڻ، جهولي لال جي پوڄا ۾ نظر اچن ٿا ۽ شاهه لطيف وٽ به ان جو مثال ملي ٿو:

'سيواڪر سمونڊ جي، جت جر وهي ٿو جال'

هندن ۾ اڃا به اگني (باهه)، وايو (هوا) ۽ ورڻ (پاڻيءَ) کي ديوتائون مڃيو وڃي ٿو. مطلب ته فطرت جي سمورن مظهرن جي پوڄا، دنيا جي ڪيترن خطن سان گڏ سنڌو ماتريءَ ۾ قديم دور کان رائج رهي آهي، جيڪا بعد وارن مذهبن ۾ به ڪنهن نه ڪنهن روپ ۾ اڃا تائين قائم آهي.



## ب

**بابا ذهين شاهہ تاجي:** بابا ذهين شاهہ تاجيءَ 1902ع ڌاري جئپور ۾ جنم ورتو. سندس سلسلو حضرت خواجہ غريب نواز جي پهرئين خليفي حضرت حميد الدين ناگپوريءَ سان ملي ٿو. بابا ذهين شاهہ تاجيءَ کي عربي، فارسي، اردو ۽ هندي ٻولين تي عبور هو ۽ انهن ٻولين ۾ شاعري بہ ڪيائين. هن جيَ شاعريءَ ۾ محبت ۽ حق جي تلاش ۽ جستجو آهي. سندس تخلص 'ذهين' هو. جيڪو هن کي پنهنجي پيءُ ديدار بخش ڏنو هو. ابتدائي تعليم جئپور مان ۽ عالم فاضل جي ڊگري پنجاب يونيورسٽيءَ مان 1925عَ ڌاري حاصل ڪيائين.



1947ع ۾ هن پاڪستان ۾ 'عاليہ تاجيہ' سلسلي جو بنياد وڌو. هو وحدت الوجود جو قائل ۽ فلسفيانہ ذهن رکندو هو. هو هڪ پختو شاعر هو. جنهن جو حلقو تمام وسيع هو. جنهن ۾ عام ماڻهن کان سواءِ نامور شاعر، اديب، استاد، سفير ۽ وزير شامل هئا. هو ان خيال جو هو تہ تصوف اصل ۾ نالوئي تڪبر ۽ غرور کي ختم ڪرڻ جو آهي. هو هڪ سٺي شاعر وانگر حمد، نعت، منقبت ۽ غزل ۾ منفرد انداز رکندو هو. غزل ۾ هن جو خاص موضوع وحدت الوجود رهيو. هن جي غزلن جي ديوانن ۾ 'آيات جمال' (فارسي) ديوان 'جمال آيات'، 'مجموعہ حمد و نعت و منقبت'، 'لمعات جمال' ۽ نظمن جي ديوانن ۾ 'جمالستان' اهم حيثيت رکن ٿا. ابن عربيءَ جي ڪتاب 'فصوص الحڪم' جي شارح هئڻ کان سواءِ سندس ڪتاب 'فتحيات مڪ' ۽ حسين بن منصور حلاج جي ڪتاب 'ڪتاب الطواسين' جو ترجمو مشهور آهن. هو 1947ع کان 1978ع تائين 'عاليہ و تاجيہ' سلسلي جي سجاده نشين جي حيثيت ۾ خانقاهہ عاليہ تاجيہ ۾ حضرت بابا تاج الدين تاج ۽ حضرت بابا يوسف شاهہ جي مزارن تي ساليانو عرس جو اهتمام ڪندو هو. ذهين شاهہ تاجيءَ جو مقالو 'حسين منصور حلاج' شيما مجيد جي تازي تصنيف حيات و ڪلام حسين بن 'منصور حلاج' ۾ شامل آهي، جنهن ۾ هن انهن سيني ڪردارن کي غدار قرار ڏنو آهي، جن منصور جي قتل جي فتوا ڏني، سندس شهادت مهل خاموشي اختيار ڪئي هئي يا سندس مخالفت ڪئي هئائون، نہ رڳو ايترو، پر هن حضرت جنيد بغداديءَ تي پڻ سخت تنقيد ڪئي آهي. جيڪو سپ ڪجهہ ڄاڻندي 'ظاهر دار' رهيو. ذهين شاهہ تاجيءَ جي صوفياڻي شاعري لازوال ۽ عشق الاهيءَ سان سرشار آهي. ذهين شاهہ تاجي بابا تاج الدين ناگپوريءَ جو طالب هو ۽ هن جا رئيس امروهي ۽ جون ايليا سان تمام ويجها تعلقات رهيا. جون ايليا کي 'منصور حلاج' بابت قائل ڪرڻ ۽ منصور تي لکڻ لاءِ آماده ڪرڻ ۾ ذهين شاهہ تاجيءَ جو وڏو هٿ رهيو.

ذهين شاهہ تاجيءَ 1978ع ڌاري وفات ڪئي ۽ هو ميوا شاهہ قبرستان ڪراچيءَ ۾ مدفون آهي، جتي هر سال عرس جون تي ڏينهن تقريبات ٿينديون آهن.

**باتاج بادشاهہ** (ڪتاب): هي ڪتاب سيد شاهہ مردان شاهہ ثاني ستين پير سائين پاڳاري رح جي زندگيءَ تي لکيل ڪالمن/مضمونن جو مجموعو آهي. ڪتاب ۾ شامل سمورا ڪالم ۽ مضمون عالمن، اديبن ۽ ساڃاهہ وندن سيد شاهہ مردان شاهہ ثاني رح جي وصال کانپوءِ لکيا ويا، جيڪي حافظ عبدالقيوم مهر سڪندري، حافظ محمد مريد مگريي جي مدد سان سهيڙي ڪتاب جي صورت ۾ آندا. هي ڪتاب ٻارهن عنوانن تي مشتمل آهي. هر عنوان جي سري هيٺ سيد شاهہ مرادن شاهہ ثانيءَ جي خانداني، شخصي، روحاني ۽ سياسي پسِ منظر سان گڏ سندن زندگيءَ جي ٻين مختلف رخن ۽ ذاتي خيالن تي روشني وڌي وئي آهي. پڪي جلد سان، چار رنگي ٽائيٽل، 128 صفحن تي مشتمل هي ڪتاب فيبروري 2012ع ۾ مدرسہ صبغۃ القرآن شاهہ مردان شاهہ سنجهورو، ضلعي سانگهڙ طرفان شايع ٿيو. ڊيمي سائيز ۽ اُڇي ڪاغذ تي شايع ٿيل هن ڪتاب جي قيمت 100 روپيہ ڄاڻايل آهي.




**بال کان بچائڻ** (راند): ٻارن جي هن راند ۾ هڪ وڏي گول جي ليڪي تي تقريباً ڇاليهن کان پنجاهہ رانديگر تيار بيٺا هوندا آهن. گول جي وچ ۾ ريفري بال ۾ ڊور ٻڌل راند شروع ڪرڻ لاءِ بيٺو هوندو آهي. جيئن سيٽي وڄندي ريفري ڊور ذريعي بال کي رانديگر جي پير هيٺان تيز ڦيرائيندو. رانديگر ان بال لڳڻ کان پاڻ کي بچائڻ جي ڪوشش ۾ پنهنجي جاءِ تي ٻڌا ٽپا ڏيڻ شروع ڪندا، جيڪڏهن بال ڪنهن رانديگر کي لڳو تہ اهو خارج ٿي ويندو. اهڙيءَ طرح واري واري سان رانديگر ڪاپندا نڪرندا ويندا، تان جو آخر ۾ ٻي ڄڻا بچندا ۽ انهن ۾ ڪاپڻ جي حساب سان پهريون، ٻيو ۽ ٽيون نمبر ايندا.

**ببو** (فلمي اداڪار): برصغير جي نامور فلمي اداڪاره ببوءَ جو اصل نالو 'عشرت سلطانہ' ۽ فلمي نالو 'ببو' هو. سندس تعلق دهليءَ جي اعليٰ گهراڻي سان هو. هن دهلي مان معمولي تعليم حاصل ڪرڻ کانپوءِ پنهنجي عملي زندگي جو آغاز انڊين فلم انڊسٽري کان ڪيو. هيروئن جي حيثيت سان سندس پهرين فلم 'عالم آرا' هئي، جيڪا 1931ع ۾ رليز ٿي. ان فلم جي ڪاميابيءَ کانپوءِ هن 'من موهن' ۽ ٻين ڪيترين ئي فلمن ۾ ڪم ڪيو. فلم 'اڪيلا' ۾ هن هيروئن جي حيثيت سان تمام

گهڻي مقبوليت ماڻي، اها فلم 1940ع ۾ رليز ٿي. ان فلم کيس مشهوريءَ جي بلندين تي پهچايو. ان کانپوءِ هي ’سرکو فلم ڪمپني‘ ۾ شامل ٿي ويئي، جتان هن جي پهرين فلم ’لڪشمي‘ رليز ٿي. هن جي آخري فلم ’زينت‘ هئي. هي ورهاڱي کانپوءِ پاڪستان اچي رهي، جتي هن پنجن کان ڏهن سالن تائين پاڪستاني فلم انڊسٽريءَ جي فلمن ۾ معمولي ڪردار ادا ڪيا. ان بعد وفات ڪري ويئي. هن جي مشهور پارٽي فلمن ۾ ’رنگيلا راجپوت‘، ’پرستان‘، ’پيار ڪي مار‘، ’شان خدا‘، ’ڪومل‘، ’پولي پالي‘، ’ليڊيز اونلي‘، ’جاگيردار‘، ’ساڏن‘، ’گراموفون سنگر‘، ’وطن‘، ’اڪيلا‘، ’سهاڳ‘، ’سنهري بندن‘، ’لڪشمي‘، ’من موهن‘، ’پوسٽ مين‘ ۽ ’خود غرض‘ هيون. جڏهن ته پاڪستاني فلمن ۾ ’شرارتي‘، ’قاتل‘، ’سسي‘، ’سوله آني‘، ’زهر عشق‘، ’اڪيلي‘، ’گهونگهٽ‘، ’سلمي‘، ’پروسه‘، ’غالب‘، ’چوٽي بهن‘، ’ارمان‘، ’بڙي نواب‘ ۽ سنڌي فلم ’عمر مارئي‘ وغيره شامل آهن.

**بڇل شاهه بخاريءَ جي درگاهه:** هيءَ درگاهه تعلقي ڪوٽڏيجي، ضلعي خيرپور ميرس ۾ سيني ڪئنال جي ڪنڌيءَ سان ڪوٽلي شهر ويجهو واقع آهي. بڇل شاهه بخاري اهل الله بزرگ ٿي گذريو آهي.



مقامي ماڻهن وٽ بزرگ بابت ڪنهن به قسم جي مستند معلومات ناهي، تڏهن به ڪيترائي عقيدتمند درگاهه تي حاضري ڀريندا رهن ٿا. درگاهه جو مقبرو آڳاٽي تعمير معلوم ٿئي ٿو آسپاس آبادي اٿس. درگاهه جي اڱڻ کي چوڌاري ڪچي سرن جي پٽ ڏنل آهي، جنهن کي گاري جو ليپو ڏنو ويو آهي.

هي مقبرو يڪسرائون آهي، جنهن تي سفيد چوني جو پلستر ڪيل آهي. پيڙهه ۾ پٿر استعمال ڪيل اٿس. مهاڙيءَ ۾ ونگائين لنگهه ۾ ڪاٺ جو دروازو اٿس، جنهن تي چٽو نيرو رنگ ڪيل آهي. ونگ جي مٿان به وڏيڪ ڪالم ڪڍي دروازي تي جنسار ڪيو ويو آهي. وچ تي هنهي پاسن کان پانيل اٿس، جيڪي مٿي چٽ وٽ مقبري تي تاج ناهين ٿا. هنهي پاسن کان ونگائين درين جا نمائشي ڪالم ۽ انهن جي مٿان روشندانن جا ڪالم ٺهيل آهن. عمارت جي هنهي ڪنڊن تي پيڙهه کان ٿنڀ ڏنل آهن. هنهي ڪنڊن تي ڇت کان ننڍا ٿنڀ آهن، جيڪي مٿي نڪري مينار ناهين ٿا. انهن تي گنبذ نما سفيد نيلون آهن. وچ واري تاج تي پڻ ٺيل لاءِ شيخ نصب ٿيل آهي. پر نيل ٽٽي ويل پاسجي ٿي. تاج تي هنهي پاسن کان ننڍڙيون بنيءَ نما ٿنيڙيون آهن، جيڪي تاج جو زيب وڌائين ٿيون. ڇت تي وڏو گول گنبذ رکيل آهي، جنهن تي ابتي ڪوٽيءَ جي گل مٿان سائي رنگ جي نيل هنيل آهي. گنبذ تي پڻ چوني جو سفيد رنگ ڪيل آهي. مقبري جي سنڀال مقامي ماڻهو ڪن ٿا. پيڙهه وٽان ڪلر سبب پٽيون ڪاچي ويون اٿس. مقبري ڀيڙيني تي بنيءَ جي نموني جون دڪيون آهن. اندرئين طرف کان چٽن جو جنسار ڪيل آهي. درگاهه تي عقيدتمند حاضري ڀريندا رهن ٿا.

**بخاري، جڙيل شاهه:** سيد جڙيل شاهه بخاري ولد سيد پيرل شاهه بخاري، پهرين آگسٽ 1930ع تي سکجي ضلعي شڪارپور ۾ ڄائو. سندس تعليم پرائمري پنج درجا آهي، پنهنجي والد ۽ ڀاءُ سيد علي شاهه بخاري (ٽئين) جي صحبت ۾ رهڻ ڪري سندس علمي مشاهدو به گهڻو آهي. سيد جڙيل شاهه کي پنهنجي والد بزرگ ۽ ڀاءُ جي اثر هيٺ شاعري ڪرڻ جو شوق ٿيو هن ڪافي ڪلام چيو آهي. جنهن ۾ بيت ۽ ڪافيون وڌيڪ آهن. ان کان علاوه هن پنهنجي والد بزرگ سيد پيرل شاهه بخاري ۽ ڀاءُ سيد علي شاهه بخاري (ٽئين) جي ڪلام کي ترتيب ڏنو آهي. سيد جڙيل شاهه رڪ ڳوٺ جي پرسان، سکجيءَ ۾ پنهنجي وڏڙن جي درگاهه جو خدمتگار پڻ آهي.



**بخشڻ مهراڻوي:** ناميارو شاعر ۽ ڪمپيئر بخشڻ مهراڻوي، 18 آڪٽوبر 1964ع تي سانگهڙ ۾، سنڌ جي بيباڪ صحافي ۽ ته روزه ’الفقراء‘ اخبار جي باني، شهيد فقير محمد رحيم مهر جي گهر ۾ جنم ورتو. بخشڻ مهراڻويءَ جو اصل نالو محمد بخش آهي، پر ادبي دنيا ۾ بخشڻ مهراڻويءَ جي نالي سان سڃاتو وڃي ٿو. هن ابتدائي تعليم، پنهنجي ڳوٺ شهيد فقير محمد رحيم مهر ’فقيرآباد‘ تعلقي سنجهوري، ضلعي سانگهڙ ۾ حاصل ڪئي. مئٽرڪ گورنمينٽ هاءِ اسڪول جهول مان ڪيائين. بعد ۾ سنڌ زرعي يونيورسٽي ٽنڊي ڄام مان گرئجوئيشن جي ڊگري ۽ سنڌ يونيورسٽي، ڄام شوري مان ايم. اي سنڌي ادب ۾ ڪيائين. سنڌي ادبي سنگت شاخ سانگهڙ جو ڪافي سال



سيڪريٽري رهيو. سانگهڙ ۾ ڪيترين علمي ادبي تقريبون ڪرايائين، جن ۾ 'سانگهڙ ثقافتي ميلي' 1992ع جو سيڪريٽري رهيو. سندس ڪرايل ڪن پروگرامن ۾ سنڌ جي ناميارن شاعرن جو تاريخي مشاعرو 'رنگ رتي سانجهه' وغيره شامل آهن.

بخشڻ مهراڻويءَ جي شاعريءَ جو مجموعو 'التجا' روشني پبليڪيشن ڪنڊياري، 2011ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو آهي. ان ڪانسواءِ سندس ڪيترا ڪالم ۽ نثري تحريرون مختلف اخبارن ۽ ادبي رسالن ۾ ڇپجنديون رهن ٿيون. ليکڪ مظفر چانڊيي جي ترتيب ڏنل سنڌ جي نوجوان سجاڻ شاعرن جي شاعريءَ تي مشتمل ڪتاب 'ڏيئا ڏيئا لاٽ اسان' ۾ سنڌ جي قومي شاعر شيخ اياز، بخشڻ مهراڻويءَ جي شاعريءَ کي 'امرتا جي اُٽيل شاعري' سڏي واکاڻيو آهي.




بخشڻ مهراڻويءَ جي هي سڃاڻپ جو سگهارو حوالو ريڊيو، ٽي. وي ۽ اسٽيج جي مقبول ڪمپيئر جو به آهي. هو گذريل 25 سالن کان ريڊيو، ٽي. وي ۽ اسٽيج تي ڪمپيئرنگ ڪندو اچي. شاهه لطيف جي ميلي تي راڳ جي محفل ۾ به نصير مرزا سان گڏ هر سال ڪمپيئرنگ ڪندو آهي. بخشڻ مهراڻوي، سنڌ جي مختلف سنڌي ٽي. وي چينلن تي ڊائريڪٽر طور علمي، ادبي ۽ موسيقيءَ جي پروگرامن کان سواءِ يادگار ڊاڪيومينٽريون به ٺاهي چڪو آهي. هي سنڌ جي مشهور سيٽلائيٽ چئنل- ڪي. ٽي. اين ۽ سنڌ ٽي. وي جي بنياد وجهندڙ پهرئين سٽ ۾ به شامل رهيو. اڄڪلهه قاسم آباد، حيدرآباد ۾ پنهنجو ذاتي پراڊڪشن هائوس، 'هدايت پراڊڪشن' جي نالي سان هلائي رهيو آهي. هي مختلف وفدن سان گڏ هندستان، برطانيا، سريلنڪا، ملائيشيا وغيره جا دورا به ڪري چڪو آهي. کيس بهترين شاعر، ڪمپيئر، آرگنائيزر ۽ ڊائريڪٽر جا ڪيترا اوارڊ به ملي چڪا آهن، جن ۾ بهترين ريڊيو ڪمپيئر اوارڊ، لاڙ عوامي اوارڊ، بهترين صداڪار اوارڊ، قليچ بيگ اوارڊ، قلندر لعل شهباز اوارڊ، سچل اوارڊ، لطيف اوارڊ قابل ذڪر آهن.

بخشڻ مهراڻوي، مختلف رڪارڊنگ ڪمپنين پاران سنڌ جي مشهور فنڪارن جي ڪيسٽن کي به ترتيب ڏنو آهي، جن ۾ ٽر پراڊڪشن طرفان 'سڏڪا سمنڊ جا' ۽ 'سُڏڪا ساهه جا' مقبول ترين البم آهن. ان ڪانسواءِ حميره چنا جي آواز ۾ مختلف فنڪارن جا مشهور ڪلام ٻيهر رڪارڊ ڪرائي، مختلف البم پڻ ترتيب ڏنا اٿس، جيڪي ڏاڍا مقبول ٿيا. سندس شاعري سنڌ جي مشهور فنڪارن: وحيد علي، عابده پروين، سرمد سنڌي، احمد مغل، عاشق نظاماڻي ۽ وڃن سنڌي وغيره ڳائي آهي. خاص طور، عاشق نظاماڻيءَ جي آواز ۾ سندس غزل 'تنهنجون يادون ۽ هي اڪيلائي' تمام گهڻو مقبول ٿيو.

بخشڻ مهراڻوي هن وقت مستقل طور قاسم آباد، حيدرآباد ۾ رهي ٿو. کيس ٻن پٽن: رانول علي، پرين علي ۽ هڪ نياڻي ساپيان عليءَ جو اولاد آهي.

بخشڻ ذاتي پراڊڪشن هائوس هلائڻ ڪانسواءِ ايف. ايم 100.6 حيدرآباد تان 'محفلِ شب' پروگرام ۽ مهراڻ ٽي. وي تان 'حق موجود' پروگرام ڪندو آهي.

**بدر الدين زاهدي:** مشهور سنڌي ڪامورو بدر الدين زاهدي ولد محمد سومر خان 13 جون 1926ع ۾ ڳوٺ اڳڙا، تعلقي گنبٽ، ضلعي خيرپور ميرس ۾ ڄائو. 1941ع کان 1947ع تائين هي عليگڙهه مسلم يونيورسٽيءَ ۾ پڙهيو جتان گرئجوئيشن بعد ايم. اي ۽ ايل. ايل. بي جون ڊگريون حاصل ڪيائين. ابتدا ۾ 1949ع کان 1950ع تائين گورنمينٽ ڪاليج حيدرآباد ۾ انگريزي ادب پڙهايائين. هي 1956ع کان 1970ع تائين مختلف وقتن تي ڪمانڊ ڪنٽرولر ملٽري اڪائونٽس؛ ڪنٽرولر نيول اڪائونٽس ۽ ڪنٽرولر ايئر فورس اڪائونٽس رهيو جنهن دوران بجيٽ ناهڻ، انٽرنل آڊٽ جي نگراني ۽ مالياتي صلاحڪار طور خدمتون سرانجام ڏنائين. انهيءَ وچ ۾ 1962ع کان 1963ع تائين ڊائريڪٽر- پروجيڪٽس ڊويزن، پلاننگ ڪميشن؛ 1963ع کان 1967ع تائين ڊائريڪٽر- انويسٽمينٽ پروموشن بيورو، صنعت کاتو؛ 1970ع کان 1972ع تائين ڊپٽي ڊائريڪٽر جنرل ايڪسپورٽ پروموشن بيورو؛ 1972ع کان 1973ع رورل ڊولپمينٽ کاتي، سنڌ جو سيڪريٽري؛ 1972ع کان 1975ع تائين وزيراعليٰ سنڌ جو اقتصادي صلاحڪار رهيو. 1973ع ڌاري هن ورلڊ بئنڪ جي 'اڪنامڪ ڊولپمينٽ انسٽيٽيوٽ' مان خاص تربيت حاصل ڪئي. ان ڪانسواءِ پاڪستان انسٽيٽيوٽ آف بئنڪرس ۽ چارٽرڊ انسٽيٽيوٽ آف پاڪستان ۾ ٽريننگ ورتائين. زاهدي صاحب مارچ 1972ع کان آگسٽ 1973ع تائين ڊولپمينٽ ڪمشنر، سنڌ؛ ان بعد جون 1975ع تائين ايڊيشنل چيف سيڪريٽري پلاننگ اينڊ ڊولپمينٽ سنڌ؛ 1975ع کان 1976ع تائين مواصلات کاتي جو ايڊيشنل سيڪريٽري؛ ساڳئي سال سماجي بهبود ۽ رورل ڊولپمينٽ کاتي جو سيڪريٽري؛ 1976ع کان 1977ع تائين سيڪريٽري- پاپوليشن پلاننگ؛ 1989ع کان 1990ع تائين مواصلات کاتي مرڪز جو سيڪريٽري؛ 1990ع دوران ڪجهه مهينا وومين ڊولپمينٽ کاتي جو سيڪريٽري ٿي رهيو. بدر الدين زاهدي زرعي ترقياتي بئنڪ جو 1994ع کان 1995ع تائين چيئرمئن پڻ رهي چڪو آهي. کيس بهترين انتظامي خدمتن جي اعتراف ۾ حڪومت پاڪستان طرفان 'تمغهٔ قائد اعظم' پڻ ملي چڪو آهي. هن پنهنجي ملازمت



دوران تمام گهڻن اهل سنڌي نوجوانن کي ملازمتون ڏياريون.

بدر الدين زاهديءَ 7 سيپٽمبر 2007ع ۾ وفات ڪئي، کيس ٽن پٽن: جاويد بدر، نويد بدر، ۽ جمشيد بدر ۽ ٽن نياڻين جو اولاد آهي.

**برائيءَ جو بدلو** (ڪتاب): هي ڪتاب ٻارن جي ليکڪ وحيد محسن جي ٻارائين ڪهاڻين تي مشتمل آهي. جنهن جو مهاڳ عبدالجبار عبد لکيو آهي، جڏهن ته بئڪ ٽائيٽل تي ليکڪ گوهر سنڌيءَ جو ليکڪ بابت رايو ڏنو ويو آهي. هن ڪتاب ۾ 12 ڪهاڻيون شامل آهن. جن ۾: (1) چوري، (2) امتحان، (3) برائيءَ جو بدلو، (4) پڪين کي نه ستائجي، (5) رزلٽ، (6) محنت جو ڦل، (7) جاني انڌو ٿي ويو، (8) ڪوشش، (9) خودڪشي، (10) احساس، (11) پٿر ۽ غليل ۽ (12) عيد جو ڏينهن. سڀئي ڪهاڻيون نصيحت ڀريون آهن. 32 صفحن تي مشتمل رنگين ۽ پڪي ٽائيٽل سان




ڪرائون سائيز جي هن ڪتاب جي قيمت 10 روپيا آهي، جنهن کي سنڌي ادبي سنگت شاخ رستم 2003ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو.

**برهان الدين قطب عالم**: برهان الدين قطب عالم، مخدوم جهانيان جو پوٽو ۽ سيد ناصر الدين جو پٽ هو. سندس ڪنيت ابو محمد هئي، جڏهن ته نالو عبدالله هو. برهان الدين ۽ قطب عالم سندس لقب هئا. هن 1388ع ڌاري جنم ورتو. پنهنجي ڏاڏي ۽ والد کان ظاهري توڙي باطني علم حاصل ڪيائين ۽ سندن مريد به ٿيو. ڏهن سالن جو هو، جو سندن والد وفات ڪري ويو. پوءِ سندس سنيال ڏاڏي جي پاءُ راجو قتال ڪئي. جنهن کيس ٻه سال تربيت ڏئي هدايت جي مرتبي تي پهچايو. علم پورو ڪري پنهنجي وڏي پاءُ سيد حامد ۽ سيد صدر الدين کان خلافت حاصل ڪيائين ۽ پوءِ پنهنجي مرشد شاهه راجو قتال جي چوڻ تي گجرات ڏانهن ويو ۽ اتي جي رهاڪن کي هدايت ڏنائين. پنهنجي والده بيبي حاجره (عرف بيبي سعادت خاتون) سان گڏ 1399ع ڌاري پٽڻ شهر (گجرات) ۾ پهتو. شيخ فريد شڪر گنج جي پوٽي شيخ رڪن 'ڪان شڪر' جي صلاح سان اتي رهي ظاهري خواهه باطني رياضت ۾ مشغول ٿيو. پٽڻ شهر ۾ 1404ع ڌاري مولانا علي شيروٽان علم جي تحصيل ڪيائين. ان وقت جيڪي چشتيه، قادريه ۽ نقشبنديه مسلڪن جي مشائخ زنده هئا، تن مان هر هڪ کان فيض حاصل ڪيائين. اهڙي طرح جدا جدا نعمتن سان مالا مال ٿي، ٻين کي فيض رسايائين. سيد قطب عالم کي 12 پٽ ۽ 17 ڌيئرون هيون. هن درويش انسان ٻڌوهه ۾ تاريخ 10 ڊسمبر 1453ع 67 ورهين جي عمر ۾ وفات ڪئي ۽ اتي ئي مدفون آهي.

**ٻڙ وارو ڏورو**: هن قديمي ماڳ جا نشان ضلعي بدين جي شهر ڪڍڻ کان 20 ڪلوميٽرن جي پنڌ تي ملهيءَ ويندڙ هاءِ وي لڳ ديهه سينگاريءَ ۾ آهن. هن ماڳ جي سنڌ جي تاريخ ۾ خاص اهميت ان ڪري به آهي، جو هتي سنڌ جو عظيم شاعر شاهه عبداللطيف ڀٽائي به آيو هو. هي ماڳ پراڻ جي اٿلن ۽ سمنڊ جي ويرن جي چڙهي اچڻ سبب تباهه ٿيو هتي انهيءَ ٻڙ جا نشان اجا موجود آهن. جن جي هيٺان شاهه عبداللطيف ڀٽائيءَ تڪيو ڪيو هو ۽ هتان جي مقامي ماڻهن سان ڪچهريون ڪيون هيون. هتي ئي عبدالعظيم شاهه ڀٽائي عرف خوشحال فقير جي قبر آهي، جنهن گنج شريف لکيو هو. هن وقت خوشحال فقير جي قبر ڪنڌ ۾ لڪي وئي آهي. هي ماڳ ڳوٺ محمد رمضان جت جي پرسان آهي. هتان جا جت اڄ ڏينهن تائين چاريندا آهن ۽ انهن مان ڪيترا شاهه لطيف جي ڪلام جا حافظ پڻ آهن. سنڌ جو هي واحد ڳوٺ آهي، جنهن جي وڏيرپ هڪ عورت دادي گنگا جتڻي ڪري ٿي. انهيءَ سلسلي ۾ هڪ روايت ملي ٿي ته جڏهن شاهه عبداللطيف هتي آيو هو ته هڪ جتڻ عورت کيس کير جو گلاس پياريو هو ۽ شاهه صاحب کيس دعا ڪئي هئي. هتان جي وڏيريءَ کي دادي گنگا سڏيو ويندو آهي. جڏهن هڪ دادي گنگا مرندي آهي ته ٻي دادي گنگا چونڊي ويندي آهي. سنڌ ۾ مائيٽي نظام جو نشاني طور بچيل هي عظيم ڳوٺ اجا موجود آهي. دادي گنگا جي علائقي توڙي سرحدي ڳوٺن ۾ بيحد عزت ڪئي ويندي آهي. موجود گنگا دادي 35 سالن جي آهي، جيڪا اتان جي عورتن توڙي مردن جا مسئلا حل ڪري ٿي.

هي ماڳ ڪلوميٽر جي ايراضيءَ ۾ پکڙيل آهي، جنهن تي سرءِ ۽ ڪلر پکڙي چڪا آهن. ٺورا گهٽا ٻوٽا ۽ وڻ به ملن ٿا. ٺڪراٺو ساموندي هوائن ۽ ويرن جي اچڻ سبب صفا لٽڙجي ڌنڌلو ٿي ويو آهي. هن ماڳ جي کوٽائي نه ٿي آهي، جنهن ڪري ماڳ جي دور بابت ڪجهه چئي نه ٿو سگهجي، البت اها پڪ آهي ته ڀٽائي صاحب هتي آيو هو ۽ ان وقت هي وسيل شهر هو.

**بشريت مصطفيٰ** ﷺ (Bashariat Mustafa) (ڪتاب): هي ڪتاب ڊاڪٽر عبدالرئوف سومري جو انگريزيءَ ۾ لکيل آهي. هن ڪتاب ۾ حضور پاڪ صلي الله عليه وسلم جي بشريت جي باري ۾ اهم ويچار شامل آهن. هي ڪتاب 9 بابن ۾ ورهايل آهي ۽ هر باب ۾ مختصر نموني بشريت جي حوالي سان ويچار پيش ڪيا ويا آهن. ڪتاب ۾ قرآن پاڪ جي آيتن، شاهه عبداللطيف ڀٽائي، مولانا رومي، شيخ سعدي ۽ ٻين جي شاعري پڻ حوالي طور شامل ڪئي وئي آهي. ليکڪ مختصر نموني ڪافي معلومات فراهم ڪئي آهي، ڪچي جلد ڊيمي سائيز ۽ رنگين




ٽائيٽل سان هي ڪتاب پروفيشنل پرنٽرز حيدرآباد پاران 2008ع ۾ ڇپايو ويو آهي. هي ڪتاب 42 صفحن تي مشتمل آهي، جنهن جي قيمت 50 روپيا آهي.

**بکري، مير بزرگ:** مير بزرگ ولد مير معصوم بکري، پنهنجي والد جي وفات کانپوءِ سلطان نورالدين جهانگير جي خاص ماڻهن ۾ شامل ٿيو، جنهن دؤر ۾ سلطان خسرو ولد جلال الدين محمد اڪبر پنهنجي پيءُ جهانگير کان بغاوت ڪئي هئي، ان وقت ڪوتوال شهر ۾ مير بزرگ کي مسلح حالت ۾ گرفتار ڪري مٿس اهو الزام هنيو ويو ته هيءُ خسرو بيگ جو ساٿي آهي، پر مير بزرگ ان الزام کان انڪار ڪيو، جنهن تي بادشاهه کانئس پڇيو ته رات جي وقت هٿيار کڻي نڪرڻ جو مقصد ڇا هو؟ تنهن تي مير بزرگ چيو ته مون کي پنهنجي والد وصيعت ڪئي هئي ته چونڪيءَ واري رات ضرور هٿيار کڻي هلندو ڪر. ان ڳالهه جي ٻين چوڪيدارن به شاهدي ڏني ته ان رات مير بزرگ جي چونڪيءَ جو وارو هو، جنهن جي ڪري هيءُ بادشاهه جي عتاب کان بچي ويو. بادشاهه ان لحاظ کان ته هي شاهي خاندان ۾ پلجي وڏو ٿيو هو، ڪيس سندس والد جي سموري ملڪيت ڏئي ڇڏي. هي ڪافي وقت تائين قنڌار ۾ سرڪاري ملازمن کي پگهارن ڏيڻ واري عهدي تي رهيو. هن جي والد مير معصوم بکريءَ بي انداز دولت ڇڏي هئي، جنهن کي هن بيدرديءَ سان خرچ ڪيو. هي ايترو ته مغرور هو، جو ڪنهن سان به اخلاق سان پيش نه ايندو هو. آخر ۾ بادشاهه ڪيس دکن طرف عهدو ڏئي موڪليو، پر مقرر پگهار مان سندس گذارو نه ٿيو، جنهن سبب واپس موٽي آيو. هيءُ شاعر به هو، هن جا ٻه 'قطعه تاريخ' به مليا آهن، جيڪي هن پنهنجي والد مير معصوم بکري جي مزار جي مينار جي تعمير وقت لکيا هئا. هن 1044ھ/1634ع ۾ وفات ڪئي.

**بگڻ چانڊيو:** ڪامريڊ غلام رسول عرف بگڻ چانڊيو، 1948ع ۾ ڪاڇي جي هڪ غريب هاري الهندي خان چانڊيي جي گهر ۾ ميهڙ جي ڳوٺ گاهي مهيسر ۾ ڄائو. هن جا وڏا اصل ڪاڇي جي ڳوٺ شيخ نوتيءَ جا رهاڪو هئا، جيڪي 1942ع واري مهاٻوڏ ۾ ميهڙ لڏي آيا. هن جو ننڍپڻ ۾ ئي پيءُ گذاري ويو. ڪامريڊ بگڻ چانڊئي ابتدائي تعليم پرائمري اسڪول گاهي مهيسر ۾ حاصل ڪئي. عربي ۽ فارسي قاري محمد ڏيري وٽ پڙهيو. پيءُ جي وفات ۽ غربت سبب اڳتي پڙهي نه سگهيو ۽ پنهنجي ڀائرن سان هارپو ڪرڻ لڳو. مشهور هاري اڳواڻ ڪامريڊ قاضي غفار، نامياري اديب ۽ مترجم م.ن محزون، انور ضياء عباسي سان سندس دوستي ٿي، جنهن بعد سنڌي ادب ۽ تاريخ جو وڏو مطالعو ڪيائين. ڪامريڊ حيدر بخش جتوئي ۽ فاضل راهوءَ جي هاري هلچل کان متاثر ٿي، ڳوٺن ۾ هارين ۽ مزدورن کي متحد ۽ منظم ڪرڻ لاءِ جاکوڙڻ لڳو. وڏيرن ۽ سرمائيدارن جي ظلمن کان نجات ڏيارڻ لاءِ هن هارين کي هڪ پليٽ فارم تي گڏ ٿيڻ جو سڏ ڏنو. ان سان گڏ ڪامريڊ بگڻ چانڊئي پنهنجي علائقي ۾ توهم پرستي ۽ پير پرستيءَ کي للڪاريو. ڪڇي ۽ ڪاڇي جي ڳوٺن ۾ وڃي هن هارين سان ڪچهريون ڪري کين منظم ڪيو.

ڪامريڊ بگڻ چانڊيو، ڪامريڊ حيدر بخش جتوئي ۽ فاضل راهو

جو وڏو عاشق هو. هن کي لطيف سائين جا ڪيترا شعر معنيٰ ۽ مفهوم سان برزبان ياد هوندا هئا. قرآن مجيد، گيتا، انجيل تي به ڪيس وڏي دسترس حاصل هئي. ڪامريڊ بگڻ چانڊيو عملي انسان هو، جنهن سماج جي ڪڌين ۽ مُڏي خارج ريتن رسمن جي خلاف بغاوت جو علم بلند ڪيو. هو چوندو هو ته ڪو به انسان گهٽ نه آهي. سمورا انسان پاڻ ۾ ٻائر آهن. هن اڙدي انسان وڏيرا شاهي ۽ پيرپرستيءَ خلاف تمام وڏو جهاد ڪيو. علم و ادب ۽ فڪر ۾ تر اندر ڪيترائي شاگرد پيدا ڪيا. ضيائي آمريت خلاف هلچل جو هيءُ ڪاهوڙي ڪردار، اصول پسند ۽ گمنام سپاهي 25 جنوري 2005ع تي وفات ڪئي.

**بلائي ٽس** (Bilitis): جڳ مشهور يوناني شاعره بلائي ٽس، پمفيليا جي درياهه (Melas) جي ڪناري تي موجود هڪ ڳوٺ ۾ جنم ورتو. سندس والد يوناني هو، جڏهن ته سندس والده فونيشين هئي. تاريخي حوالن مان ڄاڻ ملي ٿي ته: "هيءَ 7 ق. م جي زماني جي شاعره هئي، پر ڪجهه محققن ڪيس ايفرو ڊائٽ جي مندر جي پوڄارڻ ڪوٺيو آهي. جڏهن ته ادبي تاريخ ۾ سندس هئڻ ۽ نه هئڻ جي دليلن سميت ڪيس يونان جي مشهور شاعره سيفوءَ جي همعصر پڻ سڏيو ويو آهي، پر بنيادي طرح هن جي مقبوليت جو سال 1876ع ڪوٺيو وڃي ٿو، ڇاڪاڻ ته انهيءَ سال قديم آثارن جي ماهر Professor M. Heim سندس قبر ۽ شاعريءَ کي Pale-o-Linsso جي کنڊرات مان ڳولي لڌو هو. يوناني ٻوليءَ جي هن ماهر کي تحقيق وسيلي ڄاڻ ملي ته هيءَ قبر يوناني شاعره بلائي ٽس جي آهي، جيڪا سيفوءَ جي همعصر هئي ۽ پٿين تي درج ٿيل شاعري به سندس آهي، جيڪا ڳاڻيٽي جي لحاظ کان ڪل 100 اسمن تي مشتمل هئي، جن کي هن نقل ڪرڻ کان پوءِ جرمن ٻوليءَ ۾ ترجمو ڪيو ۽ 1896ع ۾ ڪتابي صورت ۾ شايع ڪرايائين، جنهن کان پوءِ اها شاعري ڪيترين ئي ٻولين ۾ ترجمو ٿي. پر ان کي فرينچ ٻوليءَ ۾ سڀ کان پهرين ترجمو فرانس جي مشهور مصنف پيري لوئي ڪيو ۽ ساڳئي سال هڪ فرانسيسي عورت Jean Berthory انهن نظمن کي هڪ ٻيو روپ ڏنو. جنهن بعد 1897ع ۾ هنن جو ٻيهر ترجمو ٿيو. جڏهن ته لاطيني ٻوليءَ ۾ هن جو ترجمو 1904ع ڌاري ڊاڪٽر هيوريس برائون ڪيو.

1919ع ڌاري مشهور پبلشر مچل بڪ Mitchell Buck پيري لوئيءَ (Pierre Louy) جي ترجمي کي سامهون رکي 'بلائي ٽس جا گيت' جي عنوان سان ڪتاب ڇپرائي پڌرو ڪيو. هن پنهنجي مهاڳ ۾ اهو پڻ ڄاڻايو ته هي سڀ نظم پيري لوئيءَ شهرت خاطر پاڻ لکيا آهن. جڏهن ته بلائي ٽس نالي عورت سيفوءَ جي زماني ۾ موجود ئي ڪا نه هئي، پر ڪن محققن جو خيال آهي ته سندس هي دعويٰ جذبات جي اظهار تي ٻڌل هئي، جنهن کي عام طرح رد ڪيو ويو. ڇاڪاڻ ته پيري لوئي خود به هڪ ناميارو مصنف هو. جنهن جو ڪتاب 'ايفرو ڊائٽ' ڪيترين ئي ٻولين ۾ ترجمو ٿي چڪو هو. جڏهن ته شاعريءَ جي اسلوب، رواني، عورت جي جنسي نفسيات، نظم جو مواد، ٻولي ۽ ٻيون ڪيتريون ئي شيون ستين ق. م جي دؤر کي ظاهر ڪن

ٿيون. جهڙوڪ:

آئون بستر کي ائين ئي رهڻ ڏينديس،
جهڙو هوءَ ڇڏي وئي آهي.
(بي ترتيب ۽ سَرن سان پريل)
تہ جيئن سندس جسم جو نقشو چٽيل رهي.
سياڻي تائين آءٌ غسل نہ ڪنديس
ڪپڙا بہ نہ بدلائيندس
وار بہ ڪا نہ سنواريندس
مون کي ڊپ آهي تہ
هن جي جسم جو ڇهاءُ ختم نہ ٿي وڃي.
اڄ آءٌ ماني بہ نہ کائيندس
نہ شام جو پنهنجي چهري تي پائوڊر لڳائيندس
نہ ئي چپن تي سرخي
تہ جيئن هن جي چپن جو اثر ختم نہ ٿي وڃي
آءٌ در ۽ دريون بہ بند رکنديس
ان ڊپ کان تہ
هن جون يادون هوا ۾ ملي نہ وڃن.

بلائي ٽس جي شاعري پڙهندڙن کي پاڻ ڏانهن متوجهہ ڪري پنهنجي لفظن ۾ رنگي ٿي ڇڏي، جنهنڪري پڙهڻ وقت ڪردار ڪيس اکين آڏو ڦرندي نظر ايندا آهن. جڏهن تہ هن جي شاعري فطرت جي حسن سان سرشار هئڻ سان گڏ هڪ ڪهاڻي يا واقعي طرف اشارو ڪري ٿي، جنهن جي شروعات ۽ آخر ۾ ساڳي ڪيفيت ملي ٿي.

هن جي نظمن مان سندس زندگيءَ بابت ڪجهہ ڄاڻ ملي ٿي تہ هيءَ ڳوٺ ۾ پنهنجي ماءُ ۽ پيءُ سان گڏ رهندي هئي، ٻڪريون چارڻ، چرخو هلائڻ، گل چونڊڻ ۽ گيت لکڻ هن جي وندر هئي، جڏهن تہ هن جي ڪيترن ئي نظمن ۾ ماءُ جو ذڪر ملي ٿو پر پيءُ بابت ڄاڻ نہ ٿي ملي. ڇاڪاڻ تہ سندس پيدائش وقت هن جو پيءُ کين ڇڏي ويو هو.

بلائي ٽس جي نظمن مان سماجي ۽ معاشرتي ڄاڻ بہ ملي ٿي تہ ستين ق. م ۾ يونان جنگ ۽ ٻاهرين حملن جي گهيري هيٺ هو. ايران تنهن دور ۾ هڪ مضبوط فوجي سلطنت ۽ يونان جو پاڙيسري ملڪ هو. پر ان جي باوجود بہ هن کي يونان تي فتح حاصل ڪرڻ ۾ مسلسل ناڪاميءَ جو منهن ڏسڻو پيو. جنهن کان پوءِ سڪندراعظم ايران تي حملو ڪيو ۽ ڪيس فتح ڪيو. يونان ۾ مروج قانون موجب ملڪ جي هر شهري کي فوج ۾ شموليت اختيار ڪري محافظ ٿي وڙهڻو پوندو هو جنهن ڪري شهر ۽ ڳوٺ مردن کان خالي ٿي ويندا هئا ۽ پٺيان گهرن ۾ فقط عورتون بچنديون هيون. اهڙين حالتن ۾ عورتن جا هڪٻئي سان جسماني تعلقات عام طرح رائج ٿيڻ لڳا. اهڙيءَ ريت بلائي ٽس جڏهن جوان ٿي تہ هن بہ روايتي طرح ائين ئي ڪيو پر ان جو هڪ ڪارڻ ساٿس مرد جي بي وفائي بہ هئي، جنهن کان پوءِ هيءَ سڄي عمر عورتن جي عشق ۾ مبتلا رهي. Mansidika نالي هڪ خوبصورت ڇوڪري هن جي محبوبہ هئي، جنهن تان هن جو ۽ سيفوءَ جو جهيڙو ٿيو ان کان پوءِ بلائي ٽس کي شهر ڇڏي وڃڻو پيو. ان کان اڳ هن ۽ سيفوءَ گڏجي نوجوان ڇوڪرين کي شاعريءَ جي فن جي سکيا ڏيڻ لاءِ اسڪول قائم ڪيا هئا، جتي هي پنهنجي پسند جي ڇوڪرين کي داخلا ڏينديون هيون. هن جي شاعريءَ ۾ ان دور جي روايتن بابت بہ ڄاڻ ملي ٿي، جيئن عورتن کي وڪرو ڪرڻ واري خراب رسم وغيره: جنهن خلاف هن پنهنجي هڪ نظم ۾ آواز اٿاريو آهي.

بلائي ٽس پنهنجي عام زندگيءَ ۾ پنهنجي رهائش گاهہ تي گيت ڳائڻ سان گڏ رقص بہ ڪندي هئي ۽ ماڻهو سندس حسن ۽ شاعريءَ کي دل کولي داد ڏيندا هئا، پر جڏهن جوانيءَ هن جو ساٿ ڇڏيو تہ ماڻهن بہ اکيون ڦيري ڇڏيون تہ هن محبت جي ديويءَ جي نالي آخري گيت لکيو، ان کانپوءِ شاعري ڪرڻ ڇڏي ڏنائين.

هيءُ گيت لکڻ بعد بلائي ٽس وفات ڪري وئي، سندس سهيلين ڪيس دفنايو ۽ هڪ عطر جي شيشي، هار ۽ هڪ عدد آئينو هن سان گڏ تابوت ۾ رکي ڇڏيو. سندس ڪتبي تي هن جوئي هڪ نظم درج ٿيل آهي. آسٽريليا ۾ سندس نالي پٺيان هم جنس پرست عورتن جي حقن جي هڪ تنظيم 'ڊاٽرس آف بلائي ٽس' ڪم ڪري رهي آهي جنهن جون شاخون امريڪا جي شهر سان فرانسسڪو ڪانسواءِ ڪيترين رياستن جي شهرن ۾ موجود آهن.

**بلتت/بالتي قلعو** (Baltit Fort): هيءُ قديم قلعو واديءَ هنزه، گلگت بلتستان ۾ واقع آهي. ماضيءَ ۾ هي قلعو هنزه ۾ رائج جاگيرداراڻي ايامڪاري جو محفوظ ۽ بنيادي مرڪز هو. هن قلعي جي



اڏاوت تقريباً ست سو (700) سال اڳ ٿي ۽ مختلف دورن اندر نئين سر تعمير ۽ تبديلين جو محور رهيو. سورهين صدي عيسويءَ ڌاري هڪ شهزادي جي شادي بلتستان جي شهزادي سان ٿي، جنهن پنهنجي رهائش کي ڪنوار جي ڏاج وانگر سينگارڻ لاءِ ماهر بلتي ڪاريگرن کي گهرايو. هن قلعي جي اڏاوتي ڪم ۾ بلتستان جي ٻڌي-تبتي فنِ تعمير جو اثر نمايان آهي. ماضيءَ ۾ پاڪستان جي اترين علائقن ۾ ٻي شمار ننڍيون ننڍيون خود مختيار رياستون تاريخ جو حصو رهيون آهن. جن مان

هنزه ۽ ناگر/نگر (Nagar) ٻه ڪنجوت درياهه جي مخالف پاسن ۾ آباد ٻه روايتي حريف رياستون هيون. انهن ٻنهي رياستن جي حڪمرانن کي مير/ٿُم (ٿوم يا ٿامو) سڏيو ويندو هو. انهن ميرن/ٿُمن، حاڪميت جي قيام خاطر پنهنجين رياستن ۾ قلعن جي اڏاوت ۽ ٻيا اهم تعميراتي ڪم ڪرايا.

تاريخي ماخذن موجب هنزه جي حاڪم سلطان، پنهنجي رهائش لاءِ التت نالي قلعو تعمير ڪرايو. سلطان جي وفات بعد سندس ٻن پٽن شاهه عباس ۽ علي خان جي وچ ۾ رياستي تڪرار شروع ٿيو، جنهن جي نتيجي ۾ ننڍو امير 'علي خان' مارجي ويو ۽ وڏي امير شاهه عباس التت/بلتت قلعي کي مرڪزي تختگاهه بڻائي پنهنجي حڪومت قائم ڪئي. هڪ ٻي تاريخي بيان موجب پندرهين صديءَ ڌاري هنزه جي وقتي حاڪم آيشو ٻئين (Ayasho II) بلتستان جي شهزادي شاهه خاتون سان شادي ڪئي، جنهن لاءِ ان اهو قلعو تعمير ڪرايو. مغل تاريخن ۾ بلتستان کي تبت خرد، يعني ننڍڙي تبت جي نالي سان بيان ڪيو ويو آهي، جيڪو پهرين التت ۽ پوءِ آهستي آهستي بلتت ۾ تبديل ٿي ويو. اپرندي طرف کان بلتستان جا لداخ جي علاقائي حدن تائين مضبوط ثقافتي لاڳاپا هئا. اهوئي سبب آهي جو بلتت قلعي جي بنيادي ساخت/طرز تعمير ۾ لداخي-تبتي فنِ تعمير جو اثر نمايان آهي. ان ڪانسواءِ لهسه ۾ قائم پوٽالا محل (Potala Palace) جي اڏاوت جهڙي مماثلت پڻ ڏسڻ ۾ ايندي. هيءُ قلعو مختلف وقتن ۾ واڌاري ۽ تبديلي جي مرحلن مان گذرندو رهيو.

هن قلعي جي ساخت ۾ وڏي تبديليءَ جو سبب ڊسمبر 1891ع ڌاري برطانوي حملي آورن جي ڪاهه بڻيو. امير صفدر علي خان ۽ سندس وزير دادو ٽارا بيگ (ٻيون)، ڪشگر (چين) سان دوستاڻا تعلقات قائم ڪرڻ خاطر دوستن ۽ پوئلڳن لاءِ سياسي پناهگاهن جو قيام عمل ۾ آندو. برطانوي حملي آورن طرفان هنزه ۽ ناگر/نگر کي فتح ڪرڻ بعد ان دور جي يادگار گهڙيال گهر پراڻي بلتت وسندي (ڳوٺ) ۽ بلتت قلعي جي اتر-الهندي حصي کي تباهه ڪري، سيپٽمبر 1892ع تي هنزه رياست جي حڪومت جون واڳون صفدر علي خان جي ننڍي ڀاءُ محمد ناظم خان جي حوالي ڪيون. ناظم خان پنهنجي حاڪميت دوران بلتت قلعي ۾ وڏي پئماني تي تبديليون ڪرايون. هن ڪمرا ڀرائي ان جي جاءِ تي برطانوي طرز تعمير جا ڪمرا اڏايا. 1945ع ڌاري هنزه جي آخري حاڪم محمد جمال خان جي ٽڪريءَ هيٺيان نهرايل نئين محل ۾ سڪونت اختيار ڪئي، جتي موجوده مير غضنفر علي خان پنهنجي ڪٽنب سان گڏ رهائش پذير آهي. هن وقت هيءُ قلعو قديم ماڳن ۾ شمار ٿئي ٿو.

بلتت قلعي جي خسته حاليءَ سبب هن قلعي جو ڀري ڊير/ڏڙي جي صورت ۾ اچڻ جو قوي امڪان هو، جنهن جي مدِنظر 'هز هائينس پرنس ڪريم آغا خان چوٿين' ذاتي دلچسپي وٺندي قلعي کي محفوظ ڪرڻ جو ارادو ڪيو. ان ڏس ۾ مير غضنفر علي خان بلتت قلعو، هيريٽيج ٽرسٽ کي منتقل ڪيو. 1990ع ڌاري آغا خان ٽرسٽ فار ڪلچر جنيوا ۽ آغا خان ڪلچرل سروس پاڪستان جي گڏيل سهڪار سان قلعي جي حفاظتي رٿا جو آغاز ٿيو جيڪا 1996ع تائين، ڇهن سالن جي عرصي ۾ مڪمل ٿي. هن قلعي جي حفاظتي انتظامن لاءِ آغا خان ڪلچر ٽرسٽ جي هسٽارڪ سٽيز سپورٽ پروگرام (Historic Cities Support Program) خرچ ڪيو، جڏهن ته ان سلسلي ۾ گيٽي گرانٽ پروگرام، آمريڪا، نؤروين ايجنسي فار ڊيولپمينٽ ڪوآپريشن، فرانس ۽ رائل جاگرافيڪل سوسائٽي، لنڊن پڻ تعاون ڪيو. هن وقت هيءُ ورثو قرار ڏنل شاندار تاريخي قلعو، عجائب گهر (Museum) جي صورت ۾ موجود آهي، جنهن جو افتتاح هز هائينس پرنس ڪريم آغا خان (چوٿين) ۽ ان وقت جي پاڪستاني صدر فاروق احمد خان لغاريءَ گڏجي ڪيو.

**بلوچ، امداد علي**: ناميارو سگهڙ ۽ لوڪ ادب جي ڄاڻوءَ امداد علي ولد نواب علي جماليءَ، 1952ع ڌاري ڳوٺ ڦلپوٽا، لڳ نئين ديري، ضلعي لاڙڪاڻي ۾ جنم ورتو. پرائمري تعليم نئين ديري مان حاصل ڪيائين، جنهن بعد گورنمينٽ هاءِ اسڪول نئين ديري مان نائين جماعت تائين تعليم حاصل ڪيائين. امداد علي بلوچ ننڍپڻ کان ئي پنهنجي ڳوٺ ۾ ٿيندڙ سگهڙن جي ڪچهرين ۾ دلچسپيءَ سان شريڪ ٿيندو هو ۽ عملي طور تي 1972ع ڌاري سگهڙ الله ڏني



ٻانهاڻيءَ کان باقاعدگيءَ سان تربيت وٺڻ شروع ڪيائين. هيءُ نئين ديري جي ناميارو سگهڙ غلام قادر پٽي کان ٻه ڪافي ڪجهه پرائيندو رهيو. امداد علي بلوچ ڪافي ذهين هو، جنهنڪري هن ٿوري ئي وقت ۾ لوڪ ادب جي چڱي خاصي ڄاڻ حاصل ڪري ورتي ۽ فن ۾ ڪافي نوان تجربا پڻ ڪيائين. ان وقت ناميارو محقق ڊاڪٽر در محمد پٺاڻ جي متعارف ڪرايل 'سنڌ سگهڙ سنگت' جي تنظيمڪاريءَ واري مهم ۾ نئين ديري توڙي پسگردائيءَ وارن سگهڙن کي يڪ جا ڪرڻ ۾ امداد علي بلوچ، ڊاڪٽر در محمد پٺاڻ جو ٻانهن ٻيلي ٿي ڀرپور نموني سان ڪردار ادا ڪيو. امداد علي بلوچ 24 جنوري 1983ع تي وفات ڪئي.

**بلوچ، عزيز**: موسيقيءَ جي علم جو ماهر ۽ راڳي، بين الاقوامي شهرت رکندڙ موسيقيءَ جي ماهر عزيز بلوچ، ويهين صديءَ جي ٻئي ڏهاڪي ۾ پير جي ڳوٺ (ضلعي خيرپور) ۾ ابتدائي زندگي گذاري ۽ هاءِ اسڪول تائين حيدرآباد ۾ پڙهيو ۽ ميٽرڪ مسلم عليگڙهه يونيورسٽيءَ مان پاس ڪيائين. ان ڪانپوءِ اعليٰ تعليم جي سلسلي ۾ اسپين جي گاديءَ واري شهر ميڊرڊ ڏانهن ويو، جتي پاڻ 'صوفي ميوزڪ' ۽ 'صوفي فلاسافيءَ' جا مضمون پڙهيائين. اسپين وڃڻ کان اڳ، ۾، سنڌ ۾ هن ٽيهن واري ڏهاڪي ۾ ڪافين کي لئي ۾ ڳائڻ ۾ وڏو نالو ڪڍيو

هو ۽ سندس اها سڃاڻپ ان وقت اسپين ۾ ڪيس گهڻي ڪم آئي، جڏهن پاڻ اتان جي ٻولي ۽ موسيقي سکي، اندلسي موسيقيءَ سان گڏ گٽار وڄائڻ ۾ مهارت حاصل ڪيائين. هن صوفي راڳ جي سکيا سان گڏ تحقيق به شروع ڪئي.

جيئن ته هن جي تحقيق جو بنيادي موضوع صوفي راڳ هو، ان ڪري پهرين ته هن صوفي ازم جو مطالعو ڪيو جنهن ۾ هن ابن العربيءَ کان اسپيني صوفين جان ڊي لاڪروز (Juan de la Cruz) ۽ سانتا تيريسا ڊي جيزس (Santa Teresa de Jerus) کي سمجهي راڳ ڏانهن لاڙو رکيو.



هڪ پيري هن جي ڪن دوستن هن جي دلچسپيءَ لاءِ اتان جي موسيقيءَ 'Cante Jondo' جا رڪارڊ هن جي اڳيان وڄايا، جن هن تي وجد طاري ڪري ڇڏيو. جنهن لاءِ هن هڪ هنڌ ذڪر ڪيو آهي ته "مون تي ان وقت اهڙي روحاني ۽ وجد واري ڪيفيت طاري ٿي، جو مون ڀانيو ته شايد اڳوڻي جنم ۾ آءٌ اسپينيءَ ۾ ان راڳ جو راڳي هئس."

ان ڪانپوءِ هن تحقيق ذريعي اها دعويٰ ڪئي ته "زرياب، جنهن انهيءَ 'ڪينٽو جانڊو' نالي راڳ کي اسپين آندو هو ان جو تعلق نسلي طرح منهنجي ملڪ 'سنڌ' سان هو- اِها اُها سرزمين هئي، جيڪا عباسي خليفي جي دور ۾ دمشق جي رستي اندلس سان جڙيل هئي." پوءِ پنهنجن انهن دوستن سان گڏ هو جبرالٽر هليو ويو ۽ 1933ع ۾ پنهنجي تعليم اڌوري ڇڏي، اتان جي مشهور راڳي 'پيپ مارچينا' (Pepe Marchena) سان دوستي رکيائين. جيڪو سندس راڳ ۽ راڳداريءَ جي ڄاڻ کان گهڻو متاثر ٿيو. انهيءَ ڪيس ڪاميڪو ٿيٽر (Comico Theater) ۾ ساڻس گڏ ڳائڻ جي دعوت ڏني، جتي هن پنهنجي ملڪ جو منفرد ساز 'هارمونيم' وڄايو. ان وقت جي پريس هن کي تمام گهڻو ساراهيو. ان ڪانپوءِ هن ريڊيو ميڊرڊ تي به ڳايو ته بارسلونا ۾ سندس ڪيترا رڪارڊ پارلوفن ڪمپنيءَ (Parlophon Company) طرفان تيار به ڪرايا ويا. پهرين نومبر 1934ع تي هن کي ان وقت وڌيڪ شهرت ۽ مڃتا حاصل ٿي، جڏهن هن ميڊرڊ ۾ اتان جو هڪ خاص راڳ ڳائي، ماڻهن کي حيران ڪري ڇڏيو. ان وقت اتان جي مشهور ٿيٽر 'پرائيس سرڪس' ۾ هو خاص لباس پائي، مٿي تي 'سنڌي پٽڪو' ٻڌي، اسٽيج تي ويو هو. سندس لاءِ پوسٽر تي وڏن اکرن ۾ لکيل هو: "The Indian who sings Flemenco".

ان ڪانپوءِ واري دور ۾ اسپين ۾ گهرو لڙائيءَ سبب وري هن کي تعليم اڌ ۾ ڇڏڻي پئي. هن اسپين کي ڇڏڻ نه ٿي چاهيو پر ميڊرڊ جي پلازا ڊي بلبائو (Plaza de Bilbao) مقام تي نيشنل آرميءَ طرفان اڇلايل بم ۾ زخمي ٿيڻ ڪانپوءِ مجبوراً هو لنڊن هليو ويو. جتي لنڊن ڪاليج آف ميوزڪ ۽ ٽرنٽي ڪاليج ۾ ميوزڪ ڪالاجيءَ ۾ ڀيهر پڙهائي شروع ڪيائين. جتي سندس استاد 'ٿارپ بيٽس' (Thrope Bates) هو. هو اسپين ۽ اسپيني راڳ کي وساري نه سگهيو ۽ ڪيترا پيرا بي. بي. سي ريڊيو تان اهو ڳائي داد حاصل ڪيو. هن اتي 'سنڌ صوفي سوسائٽيءَ' جو بنياد پڻ وڌو.

انهيءَ زماني ۾ هو وري واپس اسپين هليو ويو. جتي سندس ملاقات ان وقت اسپين ۾ پاڪستان جي سفير سيد ميران محمد شاهه سان ٿي، جنهن ڪيس اتي ثقافتي اتاشي ٿيڻ جي آڇ ڪئي. اهو سال 1952ع هو. عزيز بلوچ پنهنجا سمورا پراڻا دوست ڳولي هٿ ڪيا ۽ پنهنجو ڪم شروع ڪيو. 1952ع جي 10 جولاءِ تي هن 'فرينڊس آف پاڪستان ايسوسيئيشن' جو بنياد وڌو ۽ ان وقت جي وزير تعليم کان تقريب جي صدارت ڪرايائين. ان ۾ هن اسپيني راڳ کي 'سنڌي راڳ' جي انداز ۾ ڳايو ۽ سندس دوست پيپ مارچينا ساڻس اندلسي نموني ۾ ساٿ ڏنو. هن راڳ کي تمام گهڻي پذيرائي ملي ۽ بارسلونا يونيورسٽيءَ توڙي سلامنڪا (Salamanca) يونيورسٽيءَ طرفان هن کي دعوت ڏني وئي ته ٻنهي راڳن جي وچ ۾ هڪجهڙائيءَ تي تحقيق ڪري. هن پنهنجي تحقيق ۾ 711 ڌاري دمشق جي خلافت وقت محمد بن قاسم جي سنڌ ۽ طارق بن زياد جي 'آئبيرين اپبيٽ' (Iberian Peninsula) فتح ڪرڻ جو مثال ڏنو، 'اندلس کان دمشق ذريعي سنڌ ڏانهن واٽ' جو حوالو ڏنو. جتان سنڌ جي ماڻهن جي اچ وڃ ٿي. ۽ ائين هو زرياب جي اندلس ڏانهن وڃڻ کي ثابت ڪري ٿو. جيڪو اهو راڳ هتان کڻي ويو هو- اها ڳالهه اسپين ۽ ٻين يورپي ملڪن ۾ روما، سنتي ۽ جپسي، لاڏائو- خانه بدوش اصلوڪن لوڪن جي سنڌ مان اوڏانهن وڃڻ واري ڳالهه سان ٺهڪي اچي ٿي.




ڪن عالمن لفظ 'جانڊو' کي سنڌي لفظ 'جند' سان به ڳنڍيو آهي، جنهن جي معنيٰ: 'زندگي يا روح' آهي، ان ڪري ان کي 'روحاني راڳ' جو درجو مليل آهي، پر ان مفروضي سان گهڻا سهمت نه ٿا ٿين. عزيز بلوچ 'ڪينٽي جانڊو' جي سنڌو ماٿريءَ جي صوفي راڳ سان نسبت واري تحقيق ۾ ويهه سال لڳايا. انهيءَ دوران هن ڪيترائي ڪتاب اسپيني ٻوليءَ ۽ انگريزيءَ ۾ لکيا، جن مان ڪي هي آهن:

1. The Sufi: Practical Sufism, London (English), Sufi Society Publication, 1958
2. Spanish Cante Jondo and its Origin in Sindhi Music, Mehran Art Council Hyderabad, 1968
3. What is Sufisim?, Sindh Sufi Society, 1950
4. Cante Jondo: Su origin y evolucion (Spanish), Madrid: Ediciones Ensayos, 1955.

5. The Sufi Sophiology (Practical Sufism), London Sufi Society, 1968
6. Aziz Baloch: Sufi Hispano- Pakistani (Spanish), Gramofono- Odeon, DL, 1962
7. Cante Jondo: (su origin y evolocion: Spanish), Madrid: Ensayos, 1955.
8. What is Sufism? First elements of the intellectual side of the sufi philosophy (English), Sindh Sufi Society London, 1950.

سنڌ جي هن سپوت عزيز بلوچ جي باري ۾ وڌيڪ معلومات ته نه ٿي ملي. پر سن 2002ع ۾ پاڪستان حڪومت طرفان لوڪ موسيقيءَ جي خدمت جي انعام طور ڪيس سول اوارڊ ’صدارتي تمغه حسن ڪارڪردگي‘ (Pride of Performance) ڏنو ويو. جنهن جو حوالو ’دي نيوز انٽرنيشنل‘ ۾ ملي ٿو.

**بُلو علم الدين**: مشهور ڪامورو علم الدين ولد استاد عمرالدين بُلو پني عاقل تعلقي جي ڳوٺ ڪوٽ بُلا ۾ 1961ع ۾ ڄائو. ڳوٺ مان ابتدائي تعليم حاصل ڪري ڪجهه عرصو پيلار ڳوٺ جي اسڪول ۾ پڙهيو. مئٽرڪ ۽ انٽرميڊيئٽ ڪيڊٽ ڪاليج پيٽاري مان ڪيائين. جنهن بعد ايم.بي.بي.ايس جي ڊگري لاءِ چانڊڪا ميڊيڪل ڪاليج لاڙڪاڻي ۾ داخلا ورتائين. ميڊيڪل پڙهڻ دوران ئي هن سي.ايس.ايس جو امتحان پاس ڪري مئنيجمينٽ گروپ حاصل ڪيو.



مختلف ضلعن ۾ ڊپٽي ڪمشنر ۽ ڊي. سي. او ٿي رهيو. تعليم ۽ ثقافت کاتي سميت مختلف کاتن ۾ سيڪريٽري طور خدمتون سرانجام ڏنائين. ڪجهه عرصو مظفر آباد ۾ ڪشمير جو چيف سيڪريٽري پڻ رهيو. هن وقت اسٽيٽ لائيف انشورنس ڪمپنيءَ جو ڊائريڪٽر جنرل آهي.

**بندي جي قبر**: هرباب لڪ جي ڏڪڻ ۾ ٽئن سالاريءَ جي منڊ پرسان ڪيرٿر جبل جي اوچي ۾ اوچي چوٽي آهي، جنهن کي بندي يا بنديءَ جي قبر سڏيندا آهن. اها چوٽي سمنڊ جي سطح کان ست هزار هڪ سؤ ٻاويهه فٽ اوچي آهي. سنڌ جو مٿانهين ۾ مٿانهون ماڳ اها چوٽي آهي. هن هنڌ وٽ ڪيرٿر جبل ٻن ڦاڪن ۾ ورهائجي وڃي ٿو اوپرواري ڦاڪ کي مقامي ماڻهو ڪکريو جبل ۽ اولهه واري ڦاڪ کي ڪارو جبل سڏين. اوپرواري ڦاڪ، اولهه واري ڦاڪ کان هڪ هزار فوٽ گهٽ آهي. اهي ٻئي ڦاڪون ڪجرڪ تائين الڳ الڳ آهن ۽ ڪجرڪ وٽ وري ملي وڃن ٿيون. انهن ٻنهي ڦاڪن جي وچ ۾ ٽئين ڄڳ (ٽرشري) (Teriary) دور وارو پٿر ستيو پيو آهي.

**بهاول لغاري**: سنڌي ۽ سرائڪيءَ جو شاعر بهاول ولد سمندر خان لغاري، 12 آگسٽ 1940ع تي ڳوٺ لغاري پجراڻي تعلقي موري ۾ ڄائو. پرائمري تعليم ڳوٺ مان پڙهي. ڳچيري پراڻي مان سنڌي فائنل 1955ع ۾ پاس ڪيائين. مئٽرڪ گورنمنٽ هاءِ اسڪول موري مان، جڏهن ته بي.اي ۽ ايم.اي سنڌ يونيورسٽيءَ مان ڪيائين. ان ڪانسواءِ هن جي.وي، جي.ايڊ ۽ ايم.ايڊ پڻ ڪئي آهي.



بهاول لغاري شاعريءَ جي ابتدا نوجوانيءَ کان ڪئي. هي پهريان 1962ع ڌاري پرائمري استاد مقرر ٿيو، جنهن بعد 1975ع ۾ جي.ايس.ٽي ٿيو ۽ آگسٽ 2000ع ۾ ايڇ.ايس.ٽي طور رٽائر ٿيو. هي سماجي ڪمن ۾ به اڳڀرو رهيو آهي. هن پنهنجي ڳوٺ ۾ ’واحد بخش لغاري پرائمري اسڪول‘ منظور ڪرائي ان جي بلڊنگ به ٺهرائي. ان ڪانسواءِ نيو لغاري پجراڻيءَ لاءِ به اسڪول منظور ڪرايائين. ڳوٺ ۾ پنهنجي مدد پاڻ تحت ڪچو رستو به ٺهرايائين. ان کان علاوه بهاول لغاري ڳوٺ ۾ هر سال مفت ميڊيڪل ڪئمپ به منعقد ڪرائيندو آهي. هن ڳوٺ ۾ قبرستان لاءِ به ايڪڙ زمين پڻ وقف ڪئي آهي. سندس ڇپيل ڪتابن ۾: (1) عشق مون ايمان (شاعري)، (2) عشق مون اٿاٽ (شاعري)، (3) عشق ميڏا اسرار (سرائيڪي شاعري)، (4) اڌوري آس (ڪهاڻيون) وغيره شامل آهن.

**بياض ضياء الدين ٺٽوي (قلمي)**: هي بياض ٺٽي جي نامور شاعر ۽ عالم ضياء الدين ٺٽوي ضياء جو آهي جنهن ۾ شاعريءَ جي مختلف صنفن تي طبع آزمائي ٿيل آهي ۽ ٻين ڪيترن ئي شاعرن جو ڪلام پڻ



هن بياض ۾ موجود آهي. ان ڪانسواءِ ورد و وظائف پڻ لکيل آهي. بياض خط نستعليق ۽ خط شڪسته ۾ لکيل آهي. هن بياض جي شروعات هيئن ٿئي ٿي:

’نقل براد ديدار فياض آثار حضرت امير المومنين
علي ولي الله صلواة الله عليه در شب
اربعه يعني شب چهار شنبه اول غسل...‘

اختتام محتشم ڪاشاني جي دوازده بند مرثيه تي ٿئي ٿو پر آخري بند مڪمل نه آهي:

’خاموش محتشم ڪه ازين شعر خونچڪان
مرغ هوا و ماهي دريا ڪباب شد.‘

70 صفحن تي مشتمل هي قلمي بياض ضياء الدين جوئي ڪتابت ٿيل آهي ۽ سنڌي ادبي بورڊ جي قلمي نسخن ۾ محفوظ آهي.

**بياض مائل ٺٽوي** (قلمي): هي بياض مير غلام علي مائل ٺٽوي جي فارسي شاعري تي مشتمل آهي. هن بياض ۾ مائل جا مخمس، قصيده، رباعيون، مثنويون ۽ قطعه تاريخون موجود آهن. 92 صفحن تي



مشتمل هن بياض ۾ موجود ڪلام فارسي ٻوليءَ ۾ آهي، جيڪو تمام اهم آهي. بياض جي شروعات هيئن ٿئي ٿي:

’چه دارد غم از گردش روزگار
ڪه ساغر ڪشد موسم نو بهار...‘

بياض جو اختتام هيئن ٿئي ٿو:

’نامهء اعمال من ڪشته سياه
جز پشيماني ندارم عذر خواه
از ڪرم ڪن عفو تقصيرات من
اي ڪريم مابحق پنجتن‘

92 صفحن تي مشتمل هي بياض مير مائل جي هٿ اکرن سان لکيل آهي، جنهن ۾ ڪٿي خط نستعليق ته ڪٿي خط شڪسته استعمال ٿيل آهي ۽ سنڌي ادبي بورڊ جي قلمي نسخن ۾ محفوظ آهي.

**بياض مراثي عظيم مع جامع القوانين** (قلمي): هي بياض مير عظيم الدين ٺٽويءَ جي مرثين جو مجموعو آهي. هن ۾ عظيم الدين جا فارسي ۽ اردو مرثيا آهن. بياض سان گڏ ڪجھ صفحا خليفي شاهه محمد جي ڪتاب ’جامع القوانين‘ جا پڻ ڏنل آهن، جنهن ۾ خط لکڻ جا مختلف نمونا موجود آهن. جنهنڪري هن کي بياض انشاء به چئي سگهجي ٿو: بياض جي شروعات هيئن ٿئي ٿي:



’آرزو دارم ڪه خاڪ آن قدم...‘

۽ اختتام هيئن ٿئي ٿو:

’... نڪلا هي ديکهو چاند محرم ڪا گگن سون،
پيدا هوا پهر فتنه ازنؤ چرخ ڪهن سون...‘

31 صفحن تي مشتمل هي قلمي نسخو خط نستعليق ۽ خط شڪسته ۾ ڪتابت ٿيل آهي. بياض جو ڪاتب خود خير عظيم الدين ٺٽوي آهي پر سن ڪتابت ڄاڻايل نه آهي. هي قلمي نسخو سنڌي ادبي بورڊ جي قلمي نسخن ۾ موجود آهي.

**ٻيبي پوري ۽ ڦل وڏوئي وارو ماڳ**: ٻيبي پوري ۽ ڦل وڏوئي جي مزار تعلقي ڪوٽڏيجي ضلعي خيرپور ميرس ۾ ڪوٽڏيجي قلعي جي سامهون وارين ٽڪرين تي واقع آهي. هن مزار سان مقامي ماڻهن



ڪيترِيون ئي روايتون منسوب ڪيون آهن. هن مزار لاءِ مشهور آهي ته هيءُ بزرگ، پنهنجي وقت جو پهتل ولي ٿي گذريو آهي. ڦل وڏائي جي مزار جبل جي چوٽيءَ تي ٻيبي پوريءَ واري ماڳ، سان لڳو لڳ آهي. مزار پڪين سرن جي آهي، جنهن ۾ گچ گارو استعمال ٿيل آهي. مزار تي گچ گاري جو ليپو ٿيل هوندو، جيڪو هن وقت تقريباً ڇٽي لهي ويو آهي. مزار ڪافي اوچي آهي. اوساري گچ سان ٿيل آهي. مزار تري ڪان ويڪري ٿلهي واري آهي، جيڪا مٿي جيئن پوءِ تيئن طبقن ۾ سوڙهي ٿيندي چوٽي تي بلي ناهي ٿي. هن لاءِ مشهور آهي ته ڦل وڏوئي، ٻيبي پوري

نالي خاتون سان عشق ڪيو ۽ هي ٻئي هتي مدفون آهن. بيبي پوريءَ لاءِ مشهور آهي تہ ڦل وڏوئي سان عشق سبب ماڻهو سندن دشمن ٿي پيا، جنهن ڪري هن هتي ٽڪريءَ تان خودڪشي ڪئي. مقامي ماڻهن هن ماڳ کي سندن نالي سان منسوب ڪيو. ڦل وڏوئي پڻ بيبي پوريءَ جي وڇڻ شرط رحلت ڪئي ۽ ڪيس هتي مدفون ڪيائون.

بيبي پوريءَ جي بہ قبر ڦل وڏوئي جي مزار سان گڏ آهي. جنهن تي ڪو بہ مقبرو اڏيل ڪونہ آهي. بلڪ فقط جابلو چوٽي آهي، جنهن جي سنئين پٽ تي مقامي ماڻهن دڪيءَ ۾ عَلَمُ نصب ڪري ڇڏيو آهي. هن ماڳ تان ڪونڏيجيءَ جو سمورو شهر نظر اچي ٿو. هيءَ هنڌ سياحتي ماڳ طور بہ ترقي وٺي سگهي ٿو. پر سنڌ جي اڪثر اهڙن قدرتي منظرن وارن هنڌن جيان هيءُ ماڳ پڻ مڪمل طور نظر انداز ڪيل آهي. ڦل وڏوئي واري مزار هاڻي خستہ حال آهي. هتي مقامي ماڻهو گهمڻ ڌوڙي عقيدي جي خيال کان ايندا رهن ٿا.

**بيبي مريم جو قبو**: بيبي مريم نالي اهل الله عورت سان منسوب هيءُ مقبرو هڪ قديمي قبرستان ۾ اڪريءَ کان 20 ڪلو ميٽرن جي مفاصلي تي تعلقي فيض گنج، ضلعي خيرپور ميرس ۾ واقع آهي.



مقبرو مڪمل طور نئون جوڙيو آهي. چوڻ ۾ اچي ٿو تہ بيبي مريم نالي عورت جي مزار ۽ پراڻو زبون حال مقبرو هتي پهرين موجود هو. هتي بي بيءَ جي مزار جي زيارت ڪرڻ لاءِ فقط عورتن کي ئي اجازت هوندي آهي. مقامي ماڻهو مزار سان ڪيترين ئي ڪرامتون ۽ روايتون جوڙين ٿا.

مقبرو ورياسي هنڌ تي پڪين سرن جي قبرن سان وڪوڙيل آهي. قبرستان ۾ موجود قبرون آڳاٽيون معلوم ٿين ٿيون. جيڪي چوڪي جي سرن سان ٺهيل آهن. مقبرو سادو تعمير ڪيل آهي. گولائيءَ ۾ حجرو ۽ ان تي گول گنبذ تعمير ڪيل آهي. مهاڙيءَ ۾ چوڪانو، چوڪائي ۾ ڪاٺ جو دروازو ڏنل آهي. مقبري جي گنبذ تي عَلَمُ لڳل آهي. مقبري جي عمارت سيمنٽ ۽ پڪين سرن تي تعمير ٿيل آهي. سڄي مقبري کي سائو رنگ ڪيو ويو آهي. (2011ع) مقامي ماڻهو مقبري جي چڱي سنڀال ڪن ٿا. اندر سيمنٽ سان ٺهيل ٿلهي تي هڪ قبر آهي. هتي موجود قدرتي طور پاڻيءَ جي هڪ ننڍي تلاءُ ۾ سدائين پاڻي موجود رهي ٿو. جنهن ۾ وهنجڻ سان ماڻهن مان چمڙيءَ جون بيماريون ختم ٿين ٿيون. ماڻهن جو عقيدو آهي تہ بيبي مريم جي ڪرامت سان ان تلاءَ جي پاڻي ۾ اهڙي شفا آهي.

**بيگم حسن آرا**: نامور سياسي، سماجي ڪارڪن ۽ تحريڪ پاڪستان جي رهنما بيگم حسن آرا 22 جون 1887ع تي برٽش گيانا (سائوٿ آمريڪا) ۾ جنم ورتو هوءَ بيگم ايچ. اي حڪيم جي نالي سان پڻ سڃاتي ويندي هئي. سندس والد جو نالو گل محمد خان هو. هن 1927ع ۾ مسلم اينگلو اورينٽل گرلز اسڪول قائم ڪيو. بنگال ويمن ايجوڪيشن ليگ ڪلڪتي جي ميمبر رهي. 1927ع کان 1943ع تائين ڪلڪتي جي اعزازي مئجسٽريٽ پڻ رهي. هو ويمن سب ڪميٽي ڊسٽرڪٽ مسلم ليگ جي چيئرپرسن ۽ 1946ع ۾ بنگال ليجسليٽو اسيمبلي بہ رهي. هن 30 آڪٽوبر 1995ع تي ڪراچيءَ ۾ وفات ڪئي.



# ٻ

**ٻاجهارا ٻول قاسم جا قول** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب سگهڙ محمد قاسم ڪلوڙ جي شاعريءَ تي مشتمل آهي. هن ڪتاب ۾ پبلشر نوٽ اعجاز قادر مهرءِ مهاڳ غلام محمد غازيءَ جو لکيل آهي، ان ڪانسواءِ ڊاڪٽر در محمد پٺاڻ، حافظ ولي محمد ڪورائي پير مسعود احمد سرهندي ۽ محمد پنجل شيخ جا رايا پڻ شامل آهن. هن ڪتاب ۾ سگهڙ محمد قاسم ڪلوڙ جي شاعريءَ ۾ حمد باري تعاليٰ، آمد عربي جام جي، شان مصطفيٰ صلي الله عليہ وسلم، سهڻي جا سينگار، ڏهس بيت، آجيان جا بيت، تون سڄڻ تون سهڻو، پهاڪا ۽ هدايتي بيت، مناظرا، هنربيت، گرڇيلو، ڳجهارتون، ڏور بيت ۽ ذات نامو وغيره شامل آهن. 117 صفحن تي مشتمل، رنگين ۽ پڪي جلد واري ڊيمي سائيزجي هن ڪتاب جي قيمت 50 روپيا آهي.

جنهن کي قادر اڪيڊمي رڪ، ضلعي شڪارپور 2004ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو.

**ٻار اڪين جا ٺار** (ڪتاب): هي ڪتاب رحمت الله شوق 'شڪارپوريءَ جي ٻارن لاءِ چيل شاعري تي مبني آهي، جنهن کي عبدالجبار 'عبد' ترتيب ڏنو آهي. جو سال 2007ع ۾ جيئي لطيف ادبي اڪيڊمي شڪارپور پاران ڇپجي پڌرو ٿيو آهي. ڪتاب ۾ مرتب جي پيش لفظ کان علاوه، گوهر سنڌي، وحيد محسن، شريف شاد سومري ۽ ارباب علي عادل جا، ڪتاب، شاعر ۽ مرتب جي باري ۾ تاثرات شامل آهن. ٻارن لاءِ شاعري هيٺين عنوانن تي مشتمل آهي:




خدا جي وڏائي، ڏٺي سگهوري جي ساراهہ، اچو تہ ڳايون نعت نبيءَ جي، اسان جو رهنما، محمد صلي الله عليہ وسلم جي ساراهہ، جمعي جو ڏينهن، ماءُ ۽ پيءُ جو ادب، ٻارن کي نصيحت، پختو رهجانءِ، بري عادت، سدورو ٻار، آءُ تہ مڪتب جلد هلون، ٻار اڪين جا ٺار، ننڊ ٻار کي نصيحت، بهار جي مند، رانديڪا، طوطو، سکر شهر جو سير، پولي ڏسون پولي ڙي، ٻلڙي ۽ شڪارپور شهر جو سير.

جڏهن تہ ڪتاب جي بيڪ ٽائيٽل تي پبلشر ڪاشف حسين سومري جو فوٽ نوٽ آهي. ڪتاب ۾ عنوانن جي مناسبت سان اسڪيچ پڻ ڏنا ويا آهن. جنهن ڪري ڪتاب جي خوبصورتيءَ ۾ وڌيڪ اضافو ٿيو آهي.

40 صفحن تي مشتمل، آفسيٽ پيپر جي رنگين ٽائيٽل سان ڪرائون سائيز جي هن ڪتاب جي قيمت 12 روپيا آهي.

**ٻار سنڌي ڪهاڻي ۾** (ڪتاب): هي ڪتاب ناميار ليکڪ ولي رام ولڀ، 1984ع ۾ ٻارن جي موضوع تي لکيل سنڌيءَ جي مشهور ليکڪن جون چونڊ ڪهاڻيون گڏ ڪري، ڪتابي شڪل ۾ ترتيب ڏنو آهي. هن مجموعي ۾ اهي ڪهاڻيون شامل آهن، جن جا مرڪزي ڪردار ٻار آهن. ڪرائون سائيزءِ ڪچي جلد سان 207 صفحن تي مشتمل هي ڪتاب سهڻي پبليڪيشن حيدرآباد 1984ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو. جنهن جي قيمت 16 روپيا آهي.



**ٻارهن دري**: ٻارهن دري تعلقي ڪوٽڏيجي، ضلعي خيرپور ميرس ۾ ميرواهہ ڪئنال جي ڪپ تي، ڪوٽڏيجي واري نيشنل هاءِ وي جي ويجهو واقع آهي. هيءَ تعمير خيرپور جي ٽالپر اميرن جي آخري دور جي يادگار آهي. ميرعلي مراد ٽالپر خيرپور رياست جي حاڪم هئڻ دوران هيءَ جڳهہ خصوصي طور پنهنجي قيام ڪرڻ لاءِ تعمير ڪرائي. ميرعلي مراد خان ٽالپرر وزاني ميرواهہ ڪناري اچي هن هنڌ تي قيام ڪندو هو ۽ حڪومتي معاملن جي خبرچار لهندو هو. ٻارهن دريءَ ۾ مير صاحب جي قيام ڪرڻ لاءِ تعمير ڪيل ڪي بہ يادگار باقي نہ رهيا آهن. فقط ٻاهرين گول ديوار قائم آهي، جنهن جو بہ ڪجهہ حصو ڪري پيو آهي. واهہ جي ڪپ سان روڊ جي تعمير سبب پڻ هن تاريخي



يادگار کي ضربون رسيون آهن. ٻارهن دريءَ کي هن وقت ڇت پيل ڪا نہ آهي، آثارن مان ڇئي سگهجي ٿو تہ عمارت کي ڇت هئي، جيڪا پوءِ بي ڌياني سبب تباهہ ٿي وئي آهي. ٻارهن دري سرڪاري پرگهور کان محروم هئڻ سبب هن وقت بلڪل اجڙيل نظر اچي ٿي ۽ پيڙهہ کان سرون ڪلر ۾ ڪاٽجنديون ٿيون وڃن.

هي شاندار تاريخي يادگار رٽ ۾ ٻارهن ڪندو آهي. جنهن ڪي چوڌير ونگاوان ڪليل لنگهه آهن. تعمير ۾ پڪيون ڳاڙهي رنگ جون سرون استعمال ڪيل اٿس، جن جي اوساريءَ ۾ گچ گارو استعمال ڪيل آهي. هونئن ته واهه جي ڪناري کان ڪجهه قدر مٿي هئي. پر ۾ رودِ ڍهڻ سبب هن وقت عمارت هيٺانهين ۾ آهي. هر هڪ لنگهه جي وچ وارو ٿنڀ ٿي کان چار فٽ ويڪرو آهي، ونگائين لنگهن تي مٿان مستطيل ڪالم ٺاهيل آهن. ٻيڙ ٻني جي هيٺان ڪناري لاءِ سرن جون ڪندبون ڪڍي چوڌير جنسار ڪيو ويو آهي، جن سان ٻيڙ ٻنو خوبصورت ڏيکاءُ ڏئي ٿو. اندرئين طرف چوني جو ليپو اٿس ۽ ڇت جي ڪڙين وغيره لاءِ ڳڙ کين جا نشان واضح نظر اچن ٿا. ميرواهه جو ڪنارو هتان دلڪش منظر جي عڪاسي ڪري ٿو. پر ۾ ٺي ڪجين جي باغ جو جهڳٽو اٿس. ٻارنهن دري رٽ ۾ سنڌي عمارت سازيءَ جو اعليٰ نمونو آهي. هن وقت اندر ڊپ ڦتل اٿس ۽ عمارت انتهائي زبون حالت ۾ آهي. ديوار جي لنگهه وارو هڪ ونگ پڻ ڪري پيو اٿس. عمارت هنڌان هنڌان ڏري پئي آهي.

**ٻيرلوءِ وارو قلعو**: هي قلعو ضلعي خيرپور ميرس جي ٻيرلوءِ شهر ۾ واقع آهي. هي قلعو گهڻو آڳاٽو ٺهيل معلوم ٿئي ٿو جيڪو ڪچين سرن ۽ چيڪي مٽيءَ جو ٺهيل آهي. قلعي جي پکيڙ اٽڪل چار ايڪڙ آهي،



ديوارون ڏهه فوٽ ويڪريون ۽ پندرنهن کان ويهه فوٽ اوچيون آهن. قلعي جي اندر گهر ٺاهيا ويا آهن. جنهن سبب قلعي جي اصلوڪي حالت تقريباً ميسار جي چڪي آهي. قلعي جون ديوارون ڪري پيون آهن. باقي رهيل حصو پڻ خسته حالت ۾ آهي. روايتون آهن ته مغل بادشاهه نصيرالدين بابر جڏهن سنڌ ۾ هن هنڌ تي آيو تڏهن به هيءُ قلعو موجود هو. قلعي بابت هيئنر تائين مستند تحقيقي مواد حاصل ڪونه ٿيو آهي، پر هي قلعو سنڌ جي ٻين جنگي لحاظ کان ٺاهيل قلعن وانگر معلوم ٿئي ٿو. قلعي جي اندرئين آباديءَ جي رهائش سبب قلعي جي ديوارن کي نقصان پهتو آهي. ديوارن ۾ سرن جا ٿنڀ وغيره ڪڍي در هنيا ويا آهن. ديوارن جي پيڙهه ۾ گند ڪچري اچلائڻ سبب ۽ بارش توڙي نيڪال جي پاڻيءَ جي نالين سبب ديوارون پيڙهه کان ڪاچي ويون آهن، جن جي ڪرڻ جو خدشو آهي. قلعي ۾ اندر ڪجين جا وڻ آهن. ٻاهرئين طرف آبادي آهي. قلعي جي سنڀال لاءِ توڙي معلومات لاءِ سياحت ۽ قديم آثارن واري کاتي پاران ڪنهن به قسم جا سائن بورڊ وغيره پڻ لڳل ڪونه آهن.

**ٻٽ ٻٽ تنهنجا ٻول** (ڪتاب): هي ڪتاب ٻاراڻي شاعريءَ جي موضوع جيڪو عبدالجبار عبد ترتيب ڏنو آهي ۽ نالي واري اديب، شاعر ۽ ليکڪ نثار بزميءَ جو لکيل آهي. 2007ع ۾ جيئي لطيف ادبي اڪيڊمي شڪارپور طرفان ڇپجي پڌرو ٿيو آهي.



ڪتاب ۾ مرتب جي پيش لفظ کان علاوه، غلام محمد غازي، شريف شاد سومرو، گوهر سنڌي، غني غمدل، وحيد محسن، ۽ ارباب علي عادل چوهاڻ جا شاعريءَ بابت تاثرات شامل آهن.

بزمي صاحب جي سموري شاعريءَ ۾ ٻارن جي وندر ۽ دلچسپيءَ سان گڏ ٻارن لاءِ نصيحت پڻ آهي ۽ عنوانن جي مناسبت سان اسڪيچ پڻ ڏنل آهن. جنهن سان ڪتاب جي خوبصورتيءَ ۾ اضافو ٿيو آهي. 48 صفحن تي مشتمل، آفسيٽ پيپر جي رنگين ٽائيٽل سان ڪرائون سائيز جي هن ڪتاب جي قيمت 15 روپيا آهي.

**ٻيدل لاشاري**: محمد ٻيدل ولد محمد چٽل لاشاري، سال 1949ع ۾ ڳوٺ حاجي شاهه بخش خان لاشاري ضلعي ميرپور خاص ۾ پيدا ٿيو. پنج درجا سنڌيءَ جا پنهنجي ڳوٺ مان 1963ع ڌاري پاس ڪيائين. ٻچپن کان وٺي



شاعري ڪندو رهيو آهي. ڪلاسيڪل طرز تي سنڌي ۽ اردوءَ ۾ غزل ۽ بيت به لکيا اٿس. سنڌس شاعريءَ جو ڪتاب 'ڌرتيءَ تي ليڪا' 2009ع ۾ شايع ٿيو. جنهن جو مهاڳ سيد ماڪن شاهه رضوي ۽ تعارف ايوب کوسي لکيو آهي.

ٻيدل لاشاري، سگهڙ، محفلن جو مور ۽ لوڪ ادب جو ڄاڻو آهي. ڪچهرين ۾ پنهنجا غزل ترنم سان جهونگاري، حاضرين کي لطف بخشيندو آهي. سنڌس اردو جو هڪ مشهور غزل هن ريت آهي:

اک یاد ھي کہ نا مُراد نہیں جاتي،
اس بي بنیاد کي بنیاد نہیں جاتي
درد سناني چلا تھا بڑي آس لي کر
سنا ھي اس کي در پہ فریاد نہیں جاتي

شاهه جي رسالي سان چاهه رکندڙ هي ادب دوست، هن وقت پنهنجي اباڻي ڳوٺ ۾ تخليقي ادب جي خدمت ڪري رهيو آهي.

**ٻرڙو، مجنون فقير:** ناميارو سگهڙ مجنون فقير ٻرڙي جو اصل نالو واحد بخش ولد عبدالحڪيم ٻرڙو هو. هن ضلعي لاڙڪاڻي جي ڳوٺ جان محمد ٻرڙي لڳ نئين ديري ۾ 1928ع ڌاري جنم ورتو. هن پرائمريءَ جا چار درجا تعليم حاصل ڪئي. جنهن بعد محنت مزدوري ڪري، ڪٽون واٽي پنهنجو گذر سفر ڪندو هو. هڪ ڀيري ڪٽون واٽڻ دوران سندس ملاقات هڪ سگهڙ ڪريم بخش وسطڙي سان ٿي. جنهن جا بر زبان بيت ۽ ڪلام ٻڌي هي بيحد متاثر ٿيو ۽ کيس ئي استاد تسليم ڪندي سگهڙائپ جي دنيا ۾ قدم رکيائين. هن لوڪ ادب جي صنفن مان سينگار، ڏٺ پرولي، ڳجهارت ۽ ڏور تي ڪافي طبع آزمائي ڪئي. مجنون فقير سگهڙ هجڻ سان گڏ هڪ سٺو رقاص به هو. سگهڙن جي ڪچهرين ۾ سندس فن جو انداز موهي وجهندو هو. هو هميشه اٿي بيهي شعر پڙهندو هو ۽ ڪڏهن ڪڏهن ضرورت آهر پنهنجي شعر جي وچ ۾ ٿي جهمرواري انداز ۾ ٻانهن کي لوڏيندو هو.

**ٻيجل سنڌي:** ناميارو راڳي ٻيجل سنڌيءَ جو اصل نالو صوفي خالد محمود ولد صوفي عثمان علي خاصخيلي آهي. سندس جنم 2 فيبروري 1963ع تي ٽنڊي الهيار ۾ ٿيو. . سندن اصل ڳوٺ ڪوٽ ميرجان محمد ( روشن آباد) تعلقو ڏگهڙي ضلعو ميرپورخاص آهي.



ٻيجل سنڌي پرائمري جي تعليم ٽنڊي محمد خان جي پٽي محلي اسڪول مان، مئٽرڪ بوائز هاءِ اسڪول ٽنڊي محمد خان مان، ۽ انٽر ميرغلام علي ٽالپر گورنمينٽ ڊگري ڪاليج ٽنڊي محمد خان مان حاصل ڪئي. سندس والد روينيو کاتي ۾ ملازم هو ان جي باوجود ٻيجل سنڌي ٻالڪپڻ کان ڇٽا ڪپائي، ٻارن جون شيون وڪرو ڪري پنهنجو ۽ پنهنجي ننڍڙن ڀائرن جي پڙهائيءَ جو خرچ پورو ڪندو هو. کيس ننڍي هوندي کان علمي، ادبي سرگرمين سميت راڳ جي شعبي سان دلچسپي هئي. جنهن منجهس سياسي شعور کي پڻ اُڀاريو ۽ سنڌ ۾ قومپرستيءَ واري سياست سان سلهاڙجي ويو. راڳ جي سکيا پڻ ورتائين. شيخ اياز، استاد بخاري، نياز همايوني، امداد حسيني، بلبل ڪورواهي، حليم باغي ۽ تاج جويو جي ڪيترن ڪلامن جون پاڻ ڌنون ٺاهي ڳائيندو رهي ٿو. 1981ع ۾ سندس آواز کان متاثر ٿي سنڌ جي ناميار دانشور ۽ قومپرست اڳواڻ عبدالواحد آريسر سندس نالو 'ٻيجل سنڌي' رکيو ويو ۽ کيس سائين جي ايم سيد سان ملايو. هو جيئي سنڌ لطيف سنگت حيدرآباد ڊويزن جو پهريون ڊويزنل آرگنائيزر مقرر ٿيو. ٻيجل سنڌي 17 آڪٽوبر 1984ع ۾ پيش آيل ٿوڙهي ڦاٽڪ واقعي جو نه رڳو اسير رهيو پر مٿس سياسي سرگرمين جي ڪري بغاوت جي مقدمن سميت ڪيترائي ڪيس پڻ داخل ٿيا. جنهن سبب وڏو عرصو روپوشيءَ ۾ گذاريائين. روپوشيءَ جي انهيءَ عرصي دوران سندس والد جو لاڏاڻو ٿي ويو ۽ والد جو آخري ديدار نه ڪري سگهيو. سياسي جدوجهد دوران لڳ ڀڳ ٽي سال جيل ياترا به ڪيائين. ٻيجل سنڌي سياسي جدوجهد ۾ جيئي سنڌ لطيف سنگت، جساف، جيئي سنڌ تحريڪ، جيئي سنڌ محاذ، جيئي سنڌ پورهيت سنگت ۽ جيئي سنڌ قومي محاذ سان سلهاڙيل رهيو. ان کان علاوه شگرملز ليبر يونين ۾ به سرگرم ڪردار ادا ڪيائين. سنڌ آبادگار شگرمل جي مزدور يونين جو صدر رهيو. موسيقيءَ جي حوالي سان سندس اڌ درجن کان مٿي وڊيو ڪيسيٽون، هڪ آڊيو ۽ هڪ وڊيو سي ڊي رليز ٿي چڪيون آهن. هن ٽنڊي محمد خان ۾ ماروي آرٽ ميوزيڪل اڪيڊمي پڻ قائم ڪئي آهي.



# پ

**پارت کي بيتي** (کتاب): هيءُ کتاب نانڪرام نيپراج فلم ڊسٽريبيوٽر سوسائٽيءَ وارن طرفان ڇپايل آهي. ڪرائون سائيز واري هن ڪتابڙي ۾ 8 صفحا آهن جنهن جي قيمت 4 پايون آهي. جيڪو پهريون ڀيرو ليڪ ڪرائون پرنٽنگ پريس، حيدرآباد سنڌ مان ورهاڱي کان اڳ ڇپايو.

**پاڳيا، هري لال**: سماجي اڳواڻ ڊاڪٽر هري لال پاڳيا، 13 جنوري 1959ع تي پنو عاقل ۾ جوتومل پاڳيا جي گهر جنم ورتو. 1987ع ۾ چانڊڪا ميڊيڪل ڪاليج مان ايم.بي.بي.ايس پاس ڪيائين. شاگرديءَ واري زماني ۾ ڪاهي ڌر کان متاثر ٿي، ڊي.ايس.ايف ۾ شامل ٿيو. 1988ع ۾ ميڊيڪل آفيسر ٿيو ۽ 1992ع ۾ استعيفا ڏيئي ذاتي ڪلينڪ کولي پرئڪٽس ڪندو رهيو. هي مقامي هندو جاتيءَ جي مسئلن تي آواز اٿاريندو رهيو آهي. 1995ع ۾ 'سنت آسورام ويلفيئر سوسائٽيءَ' جو بنياد وڌائين. جنهن تحت شهر ۾ جديد تقاضائن موجب اسپتال 'سخي بابا ميٽرنٽي هوم' هلي رهيو آهي. سڳا، هندو پنچائت ۽ مهراڻ ايجوڪيشنل سوسائٽيءَ جو ميمبر ۽ عهديدار رهيو آهي. پيپلز پارٽيءَ سميت ٻين قومي سطح جي سياسي اڳواڻن سان واسطا رکي ٿو.



**ڀٽو، عبدالحئي**: نئين ٽهيءَ جو ليکڪ ۽ ٻارن جو شاعر عبدالحئي ولد مولوي محمد ڀٽو، 2 آگسٽ 1975ع تي مومل جي ماڑي، تعلقي ميرپور ماٿيلي ۾ ڄائو. هو ايم.اي (سنڌي ادب) سان گڏ بي.ايڊ ۽ پي.ٽي.سي پاس آهي. عبدالحئي ڀٽي لکڻ جي شروعات اسڪول ۾ پڙهڻ دوران 1980ع واري ڏهاڪي ۾ ڪئي. سندس شاعري، مضمون ۽ ڪهاڻيون ڪيترن رسالن ۽ اخبارن ۾ ڇپجي چڪيون آهن. سندس ادبي تربيت ۾ ناميار شاعر ۽ صحافي مرحوم امير بخاريءَ جو وڏو هٿ رهيو. هي ٻارڙن جي نمائنده تنظيم 'ٻالڪ ادبي فورم' جي باني ڪارن مان آهي. ان تنظيم جو مرڪزي صدر رهي چڪو آهي. ان ڪانسواءِ سنڌي ادبي سنگت گهوٽڪي ضلعي جو رابطا سيڪريٽري ۽ سنگت شاخ مومل جي ماڑيءَ جو ٽي دفعا سيڪريٽري رهي چڪو آهي. هي 'امير بخاري اڪيڊمي گهوٽڪيءَ' جو جنرل سيڪريٽري ۽ ٻين ڪجهه سماجي تنظيمن جو عهديدار پڻ رهيو آهي. 100 کان وڌيڪ ادبي ۽ ٻاراڻن سيمينارن ۾ شرڪت ڪري چڪو آهي. کيس سنڌي ادبي سنگت، ٻالڪ ادبي فورم، سنڌي ادبي بورڊ، سيپتا اڪيڊميءَ ۽ ٻين ادارن ۽ تنظيمن طرفان مڃتا سرٽيفڪيٽ ۽ اوارڊ مليا آهن. عملي زندگيءَ ۾ هي پرائمري استاد آهي ۽ هن وقت گورنمينٽ پرائمري اسڪول ميرپور ماٿيلي ۾ تدريس جا فراض ادا ڪري رهيو آهي. سندس هيٺيان ڪتاب شايع ٿي چڪا آهن:

هن جا ٻارن لاءِ ڪهاڻين، شاعري ۽ خاڪن تي ٽي ڪتاب ڇپائي لاءِ تيار آهن. (1) گلابن جي خوشبو (ٻارن لاءِ ڪهاڻيون)، (2) سهڻا ٻالڪ سنڌ جا (ٻارن لاءِ شاعري)، (3) ماڻڪ هر هڪ هٿ ۾ (ٻارن لاءِ مضمون: 2013ع).

**ڀٽو، غلام قادر**: نامياري سگهڙ غلام قادر ولد محمد عثمان ڀٽي 1930ع ڌاري ميرپور ڀٽي ضلعي لاڙڪاڻي ۾ جنم ورتو. جنهن بعد سندس وڏڙا 1946ع واري ٻوڏ ۾ مڪمل طور تي شهر نئين ديري ضلعي لاڙڪاڻي ۾ منتقل ٿي آيا. غلام قادر کي ننڍپڻ کان ئي سگهڙن جي ڪچهرين جي ٻڌڻ جو شوق هوندو هو. ويتر جو سندس ڏيٺ ويٺ پنهنجي دور جي هاڪاري سگهڙ فقير محمد بخش شيخ سان ٿي ته سندس صحبت ۾ غلام قادر جي اندر وارو سگهڙ به نکري نروار ٿيو. هن فقير محمد بخش کي پنهنجو استاد تسليم ڪيو. پر کيس هميشه سٺي کان سٺي فن جي جستجو رهي. جنهنڪري پري پري تائين وڃي ناميارن سگهڙن ۽ لوڪ ادب جي ماهرن سان ڪچهريون ڪرڻ ۽ انهن وٽان ڪجهه پراڻا سنڌس مشعلو رهندو آيو. هن ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ، سگهڙ خاڪل ٻرڙي (جيڪب آباد)، حاجي فقير مهيسر (خيرپور)، ٻيڙي فقير ڪنڀار (حيدرآباد)، ساڄن ڪوريجي (ڪاٺوٽ)، سگهڙ محمد ملوڪ عباسي ۽ ٻين سان سندس ڳوٺن ۾ وڃي، ڪچهريون ڪري ڪافي ڪجهه پرايو آهي. کيس سگهڙ گلبهار ٻرڙي ۽ وريام فقير جي فن ڪافي متاثر ڪيو آهي. سگهڙ غلام قادر ڀٽو ٻيلي ڪاتي ۾ سرڪاري ملازم آهي ۽ هن وقت نئين ديري ضلعي لاڙڪاڻي ۾ رهائش پذير آهي.

**ڀٽو، مظفر**: قوم پرست اڳواڻ مظفر ڀٽو 1970ع ڌاري سيوهڻ شهر ۾ ڄائو. پرائمري ۽ مئٽرڪ جي تعليم سيوهڻ مان حاصل ڪرڻ بعد پولي ٽيڪنيڪل ڪاليج دادوءَ مان انجنيئرنگ جي تعليم حاصل ڪيائين. ننڍي هوندي کان متحرڪ ذهن رکندڙ، قومي درد سان آشنا نوجوان هو. 'سنڌي ٻولي، قومي ٻولي' تحريڪ، بنگال سانحي ۽ ايم.آر.ڊي جي تحريڪ هن جي ذهن ۾ سنڌ پرستيءَ جو روح ڦوڪيو. 1985ع ۾ سائين جي.ايم.سيد جي قومپرستيءَ واري فڪر کان متاثر ٿي باقاعدي جيئي سنڌ اسٽوڊنٽس فيڊريشن جو ميمبر ٿيو. مقامي سطح تي ڪيترن اهم



معاملن ۾ سياسي سجاڳي آڻڻ لاءِ متحرڪ رهيو. جيئي سنڌ قومي محاذ جي ٺهڻ بعد ان جو جوائنٽ سيڪريٽري مقرر ٿيو. جيئي سنڌ متحده محاذ ٺهيو ته هي ان جو سيڪريٽري جنرل، وائيس چيئرمئن ۽ مرڪزي ڪميٽيءَ جو رڪن رهيو.



1990ع ۾ ڏاري لاڪڙا پاور هائوس ۾ سب انجنيئر مقرر ٿيو ۽ آخر تائين اتي ملازم رهيو. جيئي سنڌ پورهيت سنگت جو مرڪزي اڳواڻ به رهيو. 2005ع ۾ ڳجهن ادارن هٿان گرفتار ڪيو ويو، جتي 23 مهينا باندي رهيو ۽ نيٽ ڪورٽ ۾ ڪيس پيش ڪيو ويو. 2011ع ۾ مٽيارين مان ڪيس ٻيهر کنيي گم ڪيو ويو. ان کان اڳ ۾ سندس ڀاءُ ممتاز پٿو به شهيد ٿيو هو. 15 مهينن جي گمشدگيءَ بعد هٽڙي ٻاءِ پاس وٽان 21 مئي 2012ع تي سندس تشدد ٿيل لاش هٿ آيو. سياسي ڪارڪن هئڻ ناتي سندس المناڪ موت تي سنڌ جي قومپرست جماعتن شديد ردِعمل ظاهر ڪيو ۽ سموري سنڌ ۾ ڦيٿا روڪ، شٽربند هڙتال ڪئي وئي. سندس مڙهه کي سيوهڻ آڻڻ بعد سن ۾ سائين جي.ايم.سيد جي پيرانديءَ کان ۽ سياسي ساٿي روپلي چولياڻيءَ جي پر ۾ مٽيءَ ماءُ حوالي ڪيو ويو. هن جي وني صائمه پٿو به سياست ۾ متحرڪ آهي. سندس شهادت کان اڳ ۾ گمشدگيءَ جو ڪيس عالمي تنظيمن وٽ به پيش ڪيو ويو ۽ جنيوا ڪانفرنس ۾ پڻ بحث هيٺ آيو.

**پٿو، مولا بخش:** صحافي ۽ سماجي اڳواڻ مولا بخش پٿو 4 نومبر 1948ع تي ڳوٺ باغ پٿو تعلقي پني عاقل ۾ ڄائو. پيپلز پارٽيءَ جي شاگرد ونگ جو ڪارڪن رهيو. قومي مسئلن تي سرگرم رهيو. لسٽون سنڌي ۾ ٺاهيو تحريڪ، بهاري نه کپن تحريڪ وغيره ۾ ڀرپور حصو ورتائين. بعد ۾ سکر ۾ اچي آباد ٿيو، جتي صحافت ۾ پاڻ مڃايائين. هڪ رسالو 'پريت' جاري ڪيائين، جنهن ۾ سياسي، سماجي ۽ ادبي مواد شايع ڪندو هو. 13 اپريل 2002ع تي وفات ڪيائين.

**پٽي، فقير عبدالغني 'اياز':** ناميارو شاعر ۽ راڳي فقير عبدالغني 'اياز' ولد آخوند مولوي عبدالرحمان عرف فقير محمد محسن پٽيءَ ضلعي شڪارپور ۽ تعلقي ڳڙهي ياسين جي ڳوٺ نبي آباد 'ڪتي ڪلهوڙا' ۾ 17 فيبروري 1954ع تي جنم ورتو. سندس والد هڪ عالم دين ۽ بزرگ شخصيت جو مالڪ هو، جيڪو عبدالغنيءَ جي پيدائش کان ٽي مهينا اڳ شهيد ٿي ويو. سنڌ جو ناميارو عالم، اديب، محقق ۽ صحافي مولانا دين محمد وفائي سندس والد مولوي فقير



محمد محسن جو رشتي ۾ چاچو ۽ عبدالغنيءَ جي ڏاڏي خليفي آخوند مير محمد جو ننڍو ڀاءُ هو.

پرائمري تعليم دوران عبدالغنيءَ کي ساڳئي ڳوٺ ۾ واقع 'مدرسه الاهل حديث' ۾ ويهاريو ويو، جتي هن قرآن پاڪ جي تعليم توڙي عربي ٻوليءَ جي ڄاڻ سان گڏ قرآن پاڪ جا ڪجهه سيپاره حفظ ڪري ورتا. جنهن ڪانپوءِ پاڻ 1971ع ۾ گورنمينٽ هاءِ اسڪول مدئجيءَ مان مئٽرڪ جو امتحان پاس ڪيائين ۽ اڳتي هلي ايم. اي، بي. ايڊ توڙي ايم. ايڊ جون ڊگريون حاصل ڪيائين. فقير عبدالغنيءَ پنهنجي پرائمريءَ جي هڪ استاد صوفي نورمحمد پٽي (جيڪو سچل سرمست جي درگاهه جو طالب هو) جي صحبت مان ڪافي پرايو. سندس اوطاق تي صوفياڻيون محفلون اڪثر ٿينديون رهنديون هيون، جتي ڪڏهن ڪڏهن انهن ويراڳي فقيرن سان گڏجي ته ڪڏهن اڪيلي سر صوفياڻي انداز ۾ ڪافي يا ڪلام ڳائيندو هو. هي 1970ع جو زمانو هو. جڏهن عبدالغني نائين ڪلاس جو شاگرد هو ۽ اهڙي ئي ماحول ۾ هن شاعريءَ جي شروعات به ڪئي.

1978ع ۾ ضلعي شڪارپور جي مشهور صوفي درويش داتا فيض درياهه جي درگاهه جي گادي ڌڻي داتا سائين بگن شاهه جيلانيءَ جو دست بيعت ٿيو. مرشد ان وقت سندس طريقت جو نالو 'اياز' رکيو، جيڪو اڄ تائين نالي جو حصو بڻيل آهي. فقير عبدالغني اياز پٽي اڄ تائين ساڳي درگاهه سان وابسته آهي.

فقير عبدالغني ميرپور خاص ۾ گورنمينٽ ٽرانسپورٽ جي نوڪريءَ سان عملي زندگيءَ جي شروعات ڪئي. راڳ جي ميدان ۾ هن هند توڙي سنڌ جي مهان ڪلاڪار ماسترچندر جي ڏس ۽ گس تي هلندي سندس طريقو اپنايو. کيس چندر جا ڳايل تقريباً سيئي ڪلام بر زبان ياد آهن. عبدالغني اياز پٽيءَ ماسترچندر جي ڪلامن سان گڏ شاهه لطيف، سچل سرمست، سيد داتا ولايت شاهه، سيد بگن شاهه، صوفي وريل فقير، صوفي غمدل فقير، جا ڪلام ڳايا آهن. جديد شاعرن مان استاد بخاري، شيخ اياز، مقصود گل، 'ناظر' چانڊيو جي شاعري ڳائي آهي. شيخ اياز جي شاعريءَ جو هڪ البم پڻ جاري ٿيل اٿس.

سندس ڳايل ڪلام ريڊيو پاڪستان جي ڪيترين اسٽيشنن تان نشر ٿي چڪا آهن. پي. ٽي. وي ڪراچيءَ جي سنڌي پروگرامن ۾ به شرڪت ڪري چڪو آهي. آڪٽوبر 2002ع ۾ جڏهن ڪي. ٽي. اين پنهنجي ٽيسٽ ٽرانميشن جي شروعات ڪئي، تڏهن ذوالفقار علي، مظهر حسين، عبدالغني اياز پٽي ۽ شهنيلا علي جي هڪ گڏيل محفل رڪارڊ ڪئي وئي ۽ ڪي. ٽي. اين جي شروعاتي نشريات ۾ اهي ڪثرت سان نشر ٿيندا هئا.

عبدالغني اياز پٽي شاعر ۽ مرتب جي حيثيت سان ڪيترا ڪتاب ترتيب ڏنا آهن، جن ۾ 'ٽانڊا گل غبار' (شاعري)، 'عشق ڪيو آباد' (سندس مرشد داتا بگن شاهه جي شاعري/ترتيب)، 'عاشقن اندوهه' (شاعري)

شامل آهن. ان کان سواءِ فقير عبدالغنيءَ اشاعتي حوالي سان 1980ع ڌاري لاڙڪاڻي ۾ پنهنجي مرشد جي نالي سان هڪ اشاعتي اداري 'داتا ٻگڻ شاهه اڪيڊمي' جو قيام عمل ۾ آندو. جنهن پاران تصوف جي موضوع تي ڇپايل ڪتابن 'ديس ۽ ويس' (غلام حيدر گجر جا گفتا: 1984ع)، 'قلندري خطاب' (داتا فيض درياه جو ڪلام: 2002ع)، 'ڍولا ماهي' (داتا ولايت علي شاهه جو سرائيڪي ڪلام: 2004ع)، 'فقير راضي، الله راضي' (علامه تارڪ نجفيءَ جون چونڊ ڪافيون: 2005ع) ۽ ٻيا ڪجهه ڪتاب شامل آهن. ماهوار رسالي 'مومل سنڌ' جو ايڊيٽر پڻ آهي ۽ گورنمينٽ ايليمينٽري ڪاليج لاڙڪاڻي ۾ ميوزڪ ٽيچر طور ذميواريون نڀائي رهيو آهي. سنڌي ادبي سنگت شاخ مدئجي ۽ آرٽ ڪائونسل لاڙڪاڻي جو ميمبر آهي. هر سال ذوالقعد مهيني ۾ حسين بن منصور حلاج جي عرس جي موقعي تي لاڙڪاڻي شهر ۾ ادبي ڪانفرنس ۽ راڳ ويراڳ جي محفل منعقد ڪرائيندو رهي ٿو.

**پٽي، قادر بخش مولانا**: مولانا قادر بخش ولد شفيع محمد پٽيءَ، آڪٽوبر 1919ع ڌاري ميرپور پُٽي، ضلعي لاڙڪاڻي ۾ جنم ورتو. ديني تعليم ۽ سنڌي فائنل پنهنجي ڳوٺ مان پاس ڪيائين.



ايمانداريءَ ۽ عام ماڻهن سان سٺي ورتاءَ سبب سندس نانءُ ۽ نيڪي پوري ڳوٺ ۾ هئي. جنهن سبب سندس ڳوٺ جي زميندار، نامياري سياستدان نواب نبي بخش خان پُٽي پنهنجي پٽن جي سار سنڀال جو ڪم سندس حوالي ڪيو. نواب صاحب جا پٽ ممتاز علي خان پٽو، حاجي معشوق علي خان پٽو، حاجي عاشق علي خان پٽو ۽ غلام مصطفىٰ خان پٽو اُن وقت گڏيل هندستان جي شهر جهونا ڳڙهه ۾ تعليم حاصل ڪري رهيا هئا. ان ڪري مولانا قادر بخش پٽيءَ جهونا ڳڙهه ۾ رهي ڪين قرآن شريف جي تعليم ۽ ديني تعليم سان گڏ سندن پرگهور لهڻ جي ذميواري بہ نڀائي ۽ نواب صاحبن جو سونپيل ڪم نهايت خوش اسلوبيءَ سان سرانجام ڏنو.

مولانا پٽي 1924ع ۾ هندستان کان واپس سنڌ آيو. جتي نواب نبي بخش خان پُٽي کيس پنهنجي ڪارخاني ۾ منشي مقرر ڪيو. ڪجهه سالن کان پوءِ ڪپڙي جو دڪان کوليائين. 1950ع ۾ خانبهادر احمد خان پٽي سندس ايمانداري ۽ شرافت جي هاڪ ٻڌي کيس ملازمت جي آڇ ڪئي، جيڪا هن خوشيءَ سان قبول ڪئي ۽ مستقل طور نئين ديري لڏي آيو. مولانا قادر بخش ديني عالم، پرهيزگار، ايماندار ۽ صوم صلواة جو پابند هو سنڌي ٻوليءَ جو ناميارو شاعر عبدالغفار 'تبسم' سندس فرزند آهي. مولانا قادر بخش پٽيءَ 28 فيبروري 1971ع تي وفات ڪئي.

**ڀرت ناٽيہ شاستر** (ڪتاب): هي ڪتاب نامور ليکڪا ڪپلا واتساين جي انگريزي ۾ لکيل ڪتاب 'ڀرت جي ناٽيہ شاستر' جو سنڌي ترجمو آهي، جيڪو موهن گيهاڻيءَ جو ڪيل آهي. ڪتاب جي




شروعات ۾ مترجم 'سنڌيڪار طرفان' جي سري هيٺ ڪتاب بابت وضاحت، مددگار ساٿين ۽ ساهتيہ اڪيڊمي جو شڪريو ادا ڪيو آهي، جنهن کيس هن ڪتاب جو ترجمو ڪرڻ لاءِ لائق سمجهي ذميواري سونپي. ڪتاب ڪُل ستن بابن تي مشتمل آهي: **باب پهريون:** ڪنهن جي رچنا-هڪ سوال، **باب ٻيو:** رچنا کان اڳ جا حوالا، **باب ٽيون:** شروعاتي پڙهڻي-گرنٿ، **باب چوٿون:** ناٽيہ شاستر- ظاهر ۽ لڪل معنائون، **باب پنجون:** لکڻي ۽ تخليقي عمل، **باب ڇهون:** اصلي عبادت (وهڪرا- اندر ايندڙ ۽ ٻاهر ڦٽندڙ) ۽ **باب ستون:** تحرير- سمجهاڻي ۽ تنقيد.

ڪتاب جي آخر ۾ ليکڪا جو ناٽيہ شاستر تي مضمون شامل آهي. ڪتاب جي بيڪ ٽائيٽل تي ڪتاب جي ليکڪا ڪپلا واتساين ۽ مترجم موهن گيهاڻيءَ جو تعارف ڏنو ويو آهي. هي ڊيمي سائيز جي 172 صفحن تي مشتمل ڪتاب، ساهتيہ اڪادمي، نيو دهلي 2013ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو. ڪتاب جي قيمت 110 روپيا ڇاپايل آهي.

**ڀڳوان ايس. گدواڻي** (Bhagwan S Gidwani): ڀڳوان ايس. گدواڻيءَ جو جنم ڪراچيءَ ۾ ٿيو. 1947ع ۾ ورهاڱي وقت ڪاليج جو شاگرد هو ۽ پنهنجي ڪٽنب سان گڏ هندستان لڏي ويو.



عملي زندگيءَ 1978ع تائين سياحت کاتي جو ايڊيشنل ڊائريڪٽر جنرل، سول ائسوسيئيشن جو ڊائريڪٽر جنرل ۽ هيگ ۾ قائم انصاف جي عالمي عدالت ۾ هندستاني ڪائونسل جو رڪن تي رهيو ان کانسواءِ 1978ع کان 1981ع تائين اقدام متحده جي ملڪن جي ڪائونسل (I.C.A.O) ۾ پهرين هندستاني نمائندي جي حيثيت سان ۽ پوءِ ساڳئي اداري ۾ 1985ع تائين سربراهه جي عهدي تي فائز رهيو جيتوڻيڪ پاڻ هندستان ۾ سرڪاري ملازم جي حيثيت سان اهم عهدن تي مصروف هو، باوجود ان جي مختلف موضوعن تي لکڻ سندس مشغلو رهيو هن 13 سالن جي مسلسل تحقيق کان پوءِ تاريخي ڪردار ٽيپو سلطان جي زندگيءَ تي ناول جي گهاڙيٽي ۾ نهايت دلچسپ انداز ۾ هڪ ڪتاب لکيو. جيڪو 1976ع ۾ 'The Sword of Tipu Sultan' جي نالي سان شايع ٿيو. هن ڪتاب لاءِ هن هندستان ۽

ٻاهرين ملڪن جهڙوڪ: برطانيا فرانس ۽ اسڪاٽ لينڊ ۾ موجود لائبريرين مان فرينچ، ڊچ، فارسي، ترڪي ۽ پورچوگيز ٻولين جي ڪتابن مان مواد سهيڙي ٽيپو سلطان جي زندگي، ايثار، قرباني جرئت ۽ بهادريءَ تي ناول لکي پاڻ ملهايو. سندس مٿيون ڪتاب هندستان ۾ تڪراري بہ رهيو. هندستاني عالمن ۽ نقادن ٽيپو سلطان جي نسبت هندو گهراڻي سان ڳنڍڻ، هندو وزير رکڻ ۽ مندرن لاءِ خيرات ڏيڻ واري راءِ سان سخت اختلاف ڪيو. 1985ع ۾ (I.C.A.O) ڪائونسل مان رٽائر ٿيڻ بعد هن پنهنجي تحقيقي ڪم کي وڌائڻ جي خيال سان پرڏيهہ ۾ ئي مستقل سڪونت اختيار ڪئي.

سندس ٻيو ڪتاب 'Returns of The Aryans' 1995ع ۾ پينگوئن پبليڪيشن شايع ڪيو. هن ڪتاب لاءِ هو ارڙهن سالن جي طويل عرصي تائين تحقيقي عمل ۾ سرگرم رهيو ۽ مختلف ڪتابن تان مواد اخذ ڪري وڏي عرق ريزي ۽ محنت سان آرين جي تاريخ کي ناول جي سٽاءَ ۾ پيش ڪيائين. هن ناول ۾ هندو مت جي شروعات سان گڏ آرين جي اصل نسل ۽ بڻ بنياد کي ڊرامائي انداز ۾ بيان ڪندي 5000 ق.م ڌاري، آرين جي سنڌ ڌرتيءَ تان اولهہ ايشيا ۽ يورپ طرف هجرت ڪرڻ جا سبب، انهن جي ٻولي ۽ زندگيءَ جي ڍنگ وغيره کي قلمبند ڪيو آهي. هن پنهنجي تحقيق ذريعي مؤرخن جي عام راءِ کي رد ڪندي ڄاڻايو آهي تہ آريا اَصُل هتان (سنڌ) جا مقامي ماڻهو هئا ۽ اهي ڪنهن ٻئي هنڌان لڏ پلاڻ ڪري يا ڪاهہ ڪري هندستان ۾ اچي آباد نہ ٿيا هئا.

ورهاڱي جي ڪجهہ عرصي ڪانپوءِ هندستان جي ڪجهہ بااثر سياسي شخصيتن طرفان هندستاني قومي ترانې:

جن من گن اڌينائڪ جيئہ هي
ڀارت ڀاڳيہ وڌاتا
پنجاب، سنڌو، گجرات مراٺا
دابر اتڪلو بنگال...

مان سنڌ ۽ سنڌو درياهہ جي ذڪر کي ڪڍڻ (ختم ڪرڻ) جي راءِ خلاف احتجاج ڪندي هن ان وقت جي وزيراعظم کي خط لکي، ان عمل کي غير آئيني، غير جمهوري ۽ غير قانوني قرار ڏنو. گدواڻيءَ صاحب جي راءِ موجب، هندستان جو قومي ترانو نندي ڪنڊ جي عظيم بنگالي شاعر گرديو رابندر ناٿ ٽئگور جو لکيل آهي، جنهن مان ڪنهن بہ سبب جي ڪري ڪو لفظ خارج ڪرڻ يا تبديل ڪرڻ هن عظيم شاعر کي رد ڪرڻ برابر هوندو ۽ جيڪڏهن قومي ترانې مان 'سنڌ' لفظ کي خارج ڪيو ويو تہ هندستان ۾ رهندڙ سنڌي آبادي، پنهنجي دلين ۾ هندستاني قومي ترانې جي عزت ۽ عظمت قائم نہ رکي سگهندي. گدواڻيءَ جي انهن ٺوس دليلن جي ڪري هندستاني سرڪار قومي ترانې مان سنڌ لفظ کي خارج ڪرڻ واري معاملي تان دستبردار ٿي وئي. موجوده وقت پاڻ پنهنجي گهرواري ليلا سان گڏ مونٽريال، ڪئناڊا ۾ رهائش پذير آهي، جڏهن تہ سندس بہ پٽ آمريڪا ۾ خوشحال زندگي گذاري رهيا آهن.

**پنڊ، گلڻ خان**: دادوءَ جو نامور صحافي گلڻ خان پنڊ، رانجهي خان پنڊ جو فرزند آهي ۽ هن 27 آڪٽوبر 1964ع تي، ڳوٺ مينهين خان پنڊ تعلقي دادوءَ ۾ جنم ورتو. مئٽرڪ تائين تعليم هاءِ اسڪول پيان مان حاصل ڪيائين ۽ ايم. اي (اڪنامڪس) سنڌ يونيورسٽي ڄام شوري مان ڪيائين. هن جي خاندان ۾ وڏا ملهہ تي گذريا آهن.



گلڻ خان پنڊ سياسي حوالي سان عوامي تحريڪ ۾ هڪ وڏي عرصي تائين سرگرم ڪردار ادا ڪندو رهيو. 1990ع کان ادب جي ميدان ۾ سرگرم ٿيو ۽ 1996ع کان صحافت جي شروعات ڪئي. روزاني 'پاڪ' حيدرآباد جو ضلعي رپورٽر رهيو ۽ ٻين ڪيترن اخبارن سان وابستہ رهڻ کان پوءِ روزاني 'برسات' جو ضلعي رپورٽر رهيو. پريس ڪلب دادوءَ جي پروگرامن ۽ سرگرمين ۾ سندس سرگرم حصو رهيو آهي.

**پنڊ، ممتاز علي**: سياسي اڳواڻ ممتاز علي ولد محمد حيات پنڊ 27 سيپٽمبر 1966ع تي ڳوٺ مينهين خان پنڊ ضلعي دادوءَ ۾ پيدا ٿيو. هن پرائمريءَ جا پنج درجا پنهنجي ڳوٺ جي اسڪول مان پاس ڪيا، مئٽرڪ گورنمينٽ پائليٽ اسڪول دادوءَ مان 1981ع ۾ پاس ڪيائين. انٽر 1983ع ۾ گورنيمنٽ ڊگري ڪاليج دادوءَ مان پاس ڪيائين، جنهن ڪانپوءِ زرعي يونيورسٽي ٽنڊو ڄام مان 1993ع ۾ ايم. ايس. سي ڪيائين.

ممتاز پنڊ سياست جي شروعات 1983ع ۾ سنڌي شاگرد تحريڪ جي پليٽ فارم تان ڪئي، يونيورسٽيءَ ۾ پڙهائيءَ دوران هي يونٽ جو جنرل سيڪريٽري ۽ بعد ۾ صدر ٿيو. 1988ع ۾ سنڌي شاگرد تحريڪ جي مرڪزي ڪاميٽيءَ جو ميمبر، 1989ع ۾ مرڪزي سينئر جوائنٽ سيڪريٽري ۽ 1990ع ۾ سيڪريٽري جنرل رهيو. ممتاز علي پنڊ سنڌي شاگرد تحريڪ کي الوداع چئي پيپلز پارٽي (شهيد ڀٽو) ۾ شموليت اختيار ڪئي ۽ 1997ع واري چونڊن ۾ پ پ (شهيد ڀٽو) جي ٽڪيٽ تي دادو، جوهي تڪ تي ايم. اين. اي جي سيٽ تي اميدوار بيٺو. سندس مقابلو پاڪستان پيپلز پارٽيءَ جي اڳواڻ رئيس محمد بخش جماليءَ سان هو، جنهن ۾ هن ڇهن هزارن ووٽن تان هارايو. پاڻ سماجي خدمتگار بہ هو. هن پنهنجي ڳوٺ ۽ ڀرپاسي جي ڳوٺن ۾ تعليم جي حوالي سان وڏيون ڪوششون ڪيون، سيمينار ڪرايا، غريب ٻارڙن کي يونيفارم ۽ ڪتاب وغيره ونڊي ڏنا. ممتاز علي پنڊ 7 جون 1998ع تي ٽنڊي الهيار لڳ روڊ حادثي ۾ فوت ٿي ويو.

**پنڊ، وزير علي**: سياسي ۽ سماجي اڳواڻ وزير علي پنڊ، 1969ع ۾، محمد حيات پنڊ جي گهر ۾ ڳوٺ مينهين خان پنڊ، تعلقي دادو ۾ ڄائو. هن پرائمري تعليم پنهنجي ڳوٺ مان ورتي، مئٽرڪ ۽ انٽر دادوءَ مان ڪيائين. 1987ع ۾ سنڌ زرعي يونيورسٽي ۾ داخلا ورتائين.

وزير علي پنڌ سياست جي شروعات سنڌي شاگرد تحريڪ جي پليٽ فارم تان 1985ع ۾ ڪئي. هن پنهنجي وڏي ڀاءُ ممتاز علي پنڌ سان گڏجي سياسي سرگرميون شروع ڪيون. تعلقي سطح کان پوءِ ضلعي سطح تي به ڪم ڪيائين. سنڌ زرعي يونيورسٽي ٽنڊي ڄام ۾ سنڌي شاگرد تحريڪ ۾ پليٽ فارم تي سرگرم رهيو. هن ان دور ۾ سنڌ زرعي يونيورسٽي ٽنڊي ڄام ۾، 1990ع ڌاري جشن لطيف ڪرايو، جنهن جو خاص مهمان نامور سياستدان ۽ اديب رسول بخش پليجو هو ۽ صدارت شاگرد تحريڪ جي اڳواڻ نور نبي راهوجي ڪئي.

وزير علي پنڌ پنهنجي ڳوٺ ۾ به تعليم جي حوالي سان پنهنجي ڀاءُ ممتاز علي سان گڏجي ڪم ڪيو. سيمينار ۽ ورڪشاپ ڪرائي ماڻهن ۾ تعليمي رجحان پيدا ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي.

وزير علي پنڌ 7 جون 1998ع ۾ ڪار حادثي ۾ وفات ڪئي، ساڻس گڏ سندس وڏو ڀاءُ به ڪار ۾ موجود هو. ٽنڊي الهيار، نصرپور ريلوي ڦاٽڪ ڪراس ڪندي سندس ڪار جو ريل سان ٽڪر ٿيو. جنهن ۾ ٻئي ڀائر ٽڏي تي وفات ڪري ويا. وزير علي پنڌ کي ڀاءُ سان گڏ ڏاڏوءَ ۾ پير سرفو قبرستان ۾ مٽي ماءُ حوالي ڪيو ويو.

**پنگو ٻهڻ وارا قديمي ماڳ:** پنگو ٻهڻ، تعلقي فيض گنج، ضلعي خيرپورميرس ۾ ٽالپرن جي دور سان وابسته ڪجهه پراڻيون عمارتون آهن. جيڪي هن وقت ڪنهن جي استعمال هيٺ نه



آهن.عمارتون سهڻي طرز تعمير سان ٺهيل آهن. جن کي ڏسڻ سان ان وقت جي فن عمارت سازيءَ جو پتو پوي ٿو. هتي ورهاڱي کان اڳ ۾ هندو اڪثريت ۾ رهندا هئا. سندن رهائشي گهرن جي عمارتسازي پڻ تاريخي ورثي واري حيثيت جي حامل آهي. انهن مان ڪجهه عمارتون گهڻي قدر ڊهي ويون آهن. فقط ديوارن جا نشان ملن ٿا، جڏهن ته ڪيترين جڳهيون سلامت به آهن، جن جي ڊهڻ جو خطرو آهي.

هتي موجود عمارتن مان اڪثر پڪين سرن سان تعمير ڪيل آهن. جن جي ديوارن يا مهاڙيءَ وغيره تي ڪنهن به قسم جو ليپو وغيره ٿيل ناهي. ونگن ۾ چوڪائن سان دروازا ۽ دريون اٿن. اڪثر جڳهين جي ڇت لاءِ ڪاٺ جي ڪامن جو استعمال ڪيو ويو آهي. هتي موجود ڪجهه جڳهيون ڪچيون به آهن. جن مان ڪيترين عمارتن جون ڇتيون توڙي ديوارن جا حصا ڪري پيا آهن. عمارتن جو پري کان ڏيک محلاتن جهڙو آهي. جيڪي سنڌ جي اعليٰ طرز تعمير جو نمونو آهن. هي جڳهيون اڪثر انهن هندن جون هيون، جيڪي ورهاڱي وقت سنڌ ڇڏي هند لڏي ويا.

مير مراد خان ٽالپر جي وقت ۾ هتي هڪ اسڪول ۽ هاسٽل به تعمير ٿي، جن مان اسڪول جي عمارت هينئر سوڌو استعمال هيٺ آهي، جڏهن ته هاسٽل جي عمارت گهڻي مسمار ٿي وئي.

**پؤنرن جي انتظار ۾ (ڪتاب):** هيءُ ڪتاب سنڌ جي ناليواري ڪهاڻيڪار ليکڪ منظور ڪوهيار جي مختصر ڪهاڻين تي مشتمل آهي. هن ڪتاب ۾ 128 ڪهاڻيون آهن، جيڪي سڀ احساساتي ڪهاڻيون آهن. منظور ڪوهيار جون ڪهاڻيون ننڍن ننڍن واقعن جي ڇڻ ته ڊرامائي تشڪيل آهن. مختصر ڪهاڻيءَ جي صنف ڪي منظور ڪوهيار بهتر نموني سنڌي ادب ۾ متعارف ڪرايو آهي. هي هن جو ٻيو ڪتاب آهي، جنهن ۾ هن قسم جون ڪهاڻيون شامل آهن. ڪهاڻين ۾ سدا بهار، ٻلي جو خواب، محنت جي عظمت، خراب قسمت، سياسي هار، مارئي مليرجي، سچا ماڻهو ۽ ٽين اک وغيره شامل آهن. هن ڪتاب جو مهاڳ ليکڪ خود لکيو آهي. ڪتاب ٻن ناليوارن ڪهاڻيڪارن شوڪت ڪيهر ۽ ملڪ آگاڻيءَ جي نانءِ ٿيل آهي. 128 صفحن تي مشتمل، ڊيمي سائيز جي هن ڪتاب جي قيمت 150 روپيا آهي. جنهن کي ڪنول پبليڪيشن قنبر 2012ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو آهي.






# ت

**تاج صحرائي لائبريري دادو:** سنڌ جي نامور شاعر، اديب، محقق، تاريخدان، قديم آثارن جي ماهر تاج صحرائيءَ، پنهنجي ايامڪاريءَ ۾ هڪ ذاتي لائبريري قائم ڪئي هئي. هن لائبريريءَ ۾ تاريخ، جاگرافي، سائنس، مذهب، نصابي ڪتاب، رسالا، جريده ۽ اخبارون محفوظ آهن ۽ هر موضوع تي ڪتاب موجود آهن، جن جو تعداد هزارن ۾ ٿيندو. تاج صاحب جي وفات بعد ڪتابن جو ڪافي ذخيرو ضايع ٿي ويو آهي. هن لائبريريءَ ۾ سنڌي، اردو، انگريزي، فارسي ۽ عربي زبان ۾ ڪتاب موجود آهن. تاج صحرائي جن قديم ماڳن جو مشاهدو ڪيو ۽ اتان ڪيس جيڪي قديم شيون ۽ نوادرات هٿ آيا، سي پنهنجي گهر ۾ مخصوص ڪمري ۾ محفوظ رکي ڇڏيا.

**تاج محمد، فقير:** ميان تاج محمد فقير ضلعي خيرپور، تعلقي راڻيپور جي ڳوٺ وڏا پيلار ۾ جاتو. سندس گذر سفر چوپائي مال تي هوندو هو. روايت آهي ته هڪ ڀيري ميان تاج محمد فقير مال چاري رهيو هو ته انگريز سرڪار جي ڪارندي ڪانئس ٽيڪس گهريو، جنهن تي فقير چيو ته 'پن چريءَ' جا جي ڏيون، جڏهن ته زمينون به اسان جون ۽ مال به اسان جو آهي، جنهن تي ڪيس گرفتار ڪري دهليءَ جي جيل ۾ بند ڪيو ويو. فقير تاج محمد جو هڪ واڙو پنهنجي ڳوٺ ۾ هوندو هو. جڏهن جيل ۾ قيد هو ته رات جو دير سان تاج محمد فقير زوردار رڙيون ۽ هڪلون ڪيون، جنهن تي جيل ۾ قيدي ۽ اهلڪار اٿي ڪرا ٿيا. اهلڪارن جڏهن رڙين بابت معلوم ڪيو ته ميان تاج محمد چيو مون خواب ۾ ڏٺو ته منهنجي مال جي واڙي ۾ شينهن وچيري کي ڪاٺي رهيو هو پر شينهن کي هڪل ڪري وڇيري کي بچائي ورتم. روايت آهي ته انگريز سرڪار اها ڳالهه معلوم ڪرڻ لاءِ پنهنجي اهلڪارن کي موڪليو، جن وڃي ڏٺو ته وٽائڻ تي ماڻهو وڇيري کي ملم پٽي ڪري رهيا هئا. اها حقيقت جڏهن انگريز سرڪار کي معلوم ٿي ته ميان تاج محمد فقير کي آزاد ڪري ڇڏيائون.

ماڻهن ۾ هي روايت عام آهي ته ميان تاج محمد جي وفات ڪانپوءِ سندس مقبري کي ڊاهي اتان انگريز سرڪار ريل جون پٽڙيون وڇائڻ پئي چاهيون، پر ريلوي پٽڙين جي لاءِ آندل سامان روز رات جو گم ٿي ويندو هو. آخرڪار انگريزن مجبور ٿي اتان ريلوي پٽڙي نه وڇائي. ميان تاج محمد فقير جو ميلو هر سال ٽن ڏينهن تائين جاري رهندو آهي. راڻيپور لڳ ڳوٺ پيلار ۾ ائن، گهوڙن، ڏاندن ۽ ڪوڏيءَ ڪوڏيءَ جا مقابلا ٿيندا آهن. جن ۾ سڄي ملڪ جا ماڻهو ايندا آهن. پنجاب، بلوچستان سنڌ جا مشهور پهلوان پنهنجا جوهر ڏيکاريندا آهن. ان ڪانسواءِ محفل موسيقي، ٻارڙن جي تفريح لاءِ موت جا کوهه، جهولا، مناٿين جا دڪان ۽ ڪتابن جا اسٽال لڳايا ويندا آهن.

**تارا تارا جهول ۾ (ڪتاب):** گهوٽڪيءَ جي جديد شاعرن جي شاعريءَ جو هي تذڪرو، امر ڪهاوڙ ۽ دوست سومري ترتيب ڏنو آهي ۽ پريم پتافيءَ (ضلعي رابطہ سيڪريٽري، سنڌي ادبي سنگت، گهوٽڪي) ڇپائي پڌرو آهي، جنهن ۾ مختصر سوانحي خاڪا به ڏنا ويا آهن. هن مجموعي ۾ جن سورهن جديد شاعرن جي شاعري ڏني وئي آهي، تن ۾ مفتون ڪورائي، مشتاق گبول، عطا قاضي، پريم پتافي، سڪندر مگسي، امر ڪهاوڙ، جميل سومرو، دوست سومرو، شيراز چانديو، درگاهي گبول، مخمور ميراني، عاجز چاچڙ، فدا ملڪ، جبار بوزدار، عرفان لنڊ ۽ وسيم گبول شامل آهن.



ڪتاب جو تفصيلي مهاڳ، برک شاعر امداد حسينيءَ لکيو آهي، جنهن ۾ هن هر شاعر جي شاعريءَ جو تفصيلي جائزو ورتو آهي. ڪتاب جو انتساب، سنڌي زبان جي اهم شاعرن- بردي سنڌي، امير بخاري، عزيز گبول ۽ تاريخدان دادا سنڌيءَ جي نالي ڪيو ويو آهي.

ڊيمي سائيز جي 304 صفحن تي مشتمل هي ڪتاب، پاڪيزه پرنٽرز، حيدرآباد، سنڌ، جون 2013ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو آهي، جنهن جي قيمت 286 روپيا آهي.

**تاريخ سنڌ المعروف به تحفتہ السلاطين (ڪتاب):** سنڌ جي تاريخ تي مشتمل هيءَ مستند ڪتاب فارسي ٻوليءَ ۾ آخوند احمد سانوٽي هالائيءَ جو لکيل آهي. آخوند احمد سانوٽي تخلص 'احمد' ۽ 'احمدي'، آخوند عبدالعليم سانوٽيءَ جو فرزند هو. هي مختلف علمن جو ماهر، قرآن مجيد جو حافظ، متقي ۽ پرهيزگار هو. سڄي زندگي تعليم ۽ شعر گوئي ۾ بسر ڪيائين. حيدرآباد جي ٽالپر حاڪمن وٽ سندس وڏي عزت ۽ مان هوندو هو. هزهائينس مير محمد حسن علي خان ٽالپر ۽ حيدرآباد جو آخري هزهائينس مير حاجي نور محمد خان ٽالپر پڻ آخوند صاحب جا شاگرد هئا. آخوند صاحب ڪيترن ٽالپر شهزادن جي ولادتن ۽ ٻين مسرت جي موقعن ۽ وڏن ميرن جي وفات تي لاجواب قطع تاريخون چيون آهن. قطعہ تاريخ جي فن ۾ کيس وڏي مهارت حاصل هئي. عربي، فارسي ۽ سنڌي ٻوليءَ ۾ يڪتاءِ روزگار هو ۽ ٽنهي ٻولين ۾ لاجواب شعر چيا اٿس.

آخوند احمد سانوٽي اڪثر پنهنجي دوستن کي منظوم خط لکندو هو جن مان ڪيترا عربي ٻوليءَ ۾ آهن. آخوند صاحب علم و عبادت جي وصفن ڪانسواءِ خانداني عمليات، علم جعفر، ورد وظيفن ۽ مسخرات جو به عالم هو اڪثر وقت عبادتِ خدا ۾ مشغول رهندو هو. ٻين ٽالپر شهزادن وانگر مير محمد علي خان ٽالپر 'بهرور' ابن مير صوبدار خان به آخوند صاحب جو شاگرد هو ملا آخوند احمد سانوٽي هالائي هڪ جيد عالم، عابد، زاهد، متقي ۽ پرهيزگار هو هن هڪ سؤ سالن کان به وڌي ڄمار ۾ 1317هه/1899ع ۾ وفات ڪئي ۽ اباڻي قبرستان ۾ مدفون آهي.

'مثنوي جنگ نامہ' ڪانسواءِ آخوند صاحب جي هڪ ٻي ناياب تصنيف بہ آهي. جنهن ڪان اڪثر سنڌ جا محقق ۽ تاريخدان آشنا نہ آهن. اها تصنيف سنڌ جي تاريخ بابت هڪ اهم تصنيف آهي، جيڪا 'تحفۃ السلاطين' جي نالي سان مشهور آهي. اها تاريخ آخوند صاحب فارسي نثر ۾، 23 ربيع الاول 1277ھ/9 آگسٽ 1860ع تي لکي، هز هائينس مير محمد حسين علي خان ٽالپر جي نالي سان معنون ڪئي. اها تصنيف ٻن جلدن تي مشتمل آهي، پهريون جلد حضرت آدمؑ کان نبي پاڪ صلي الله عليہ وسلم ۽ چاليهن معصومن جي احوال تي مشتمل آهي ۽ ٻيو جلد مير علي شير قانع ٺٽوي جي 'تحفۃ الڪرام' جي ٽئين جلد جي نهج تي، برهمڻ عهد کان وٺي ميان غلام شاهہ ڪلهوڙي جي احوال تائين آهي.

ڪتاب جي ٻئي جلد ۾ ڪل ڇهہ باب آهن. جن جو تفصيل هيٺ ڏجي ٿو:

فصل اول- برهمن و عرب حڪمران، فصل دوم- تذڪره سومره، فصل سوم- تاريخ طاهري، فصل چهارم- تواريخ بکري، فصل پنجم- تواريخ لاري، فصل ششم- تحفۃ الڪرام.

ڪتاب جي شروعات هن شعر سان ڪئي اٿس.

باسم الله قد دارت سموات

بہ امرالله قدر سخت جبال

۽ اختتام هنن لفظن سان ڪيو اٿس.

"... بہ هردو ڪنارش باغات خوش و نشيمن ما حضور فقراست."

آخر ۾ ترقيمہ واري عبارت هيٺين لکيل آهي.

"... الحمد لله و المنہ ڪہ بحسب فرمان لازم الاذعان قضا جريان حضرت بندگان خديو جهان خسرو دوران ڪيوان ايوان ملائڪ پاسبان فلڪ آستان مير صاحب عظيم الشان غضنفر سطوت هزبر صولت بلند فطرت عالي همت مالڪ رقاب امم سحاب ڪرم حاتم همم ابر عطا بحر سخا سلطان بن سلطان مير صاحب مير محمد حسين علي خان ٽالپر مدالله تعالیٰ ظلال اقبالہ و اجلالہ دمر الله اعدائہ جلد ثاني تحفۃ السلاطين صورت اختتام يافت."

آخوند احمد سانوڻيءَ جي هن تصنيف ۾ سنڌ جي تاريخ جا نوان پهلو پڻ اجاگر ٿين ٿا. ان ڪانسواءِ اهي حقيقتون ۽ وضاحتون پڻ هن ڪتاب ۾ ملن ٿيون، جيڪي قديم مؤرخ ۽ محقق قلمبند نہ ڪري سگهيا آهن. هن مستند قديم تاريخ سنڌ جو قلمي نسخو سنڌ جي نامور محقق، تاريخدان، اديب ۽ شاعر مرزا عباس علي بيگ جي ڪتبخاني ۾ موجود آهي، جيڪو اڃا تائين ڇپجي نہ سگهيو آهي.

**تاريخ سنڌ ٽالپر دور (پهرين چوڪيري) (ڪتاب):** هي ڪتاب سنڌ جي نامور محقق، تاريخدان، عالم ۽ شاعر ميرزا عباس علي بيگ جو ٽالپر حڪمرانن جي اوائلي تاريخ ۽ پهرين چوڪيريءَ جي چئن بادشاهن جي تاريخ تي مشتمل آهي. ڪتاب ۾ مقدمي ۽ قطعہ تاريخن ڪانسواءِ پنج باب آهن. باب پهرئين ۾ ڪلهوڙن حاڪمن ۽ ٽالپر اميرن ۽ وزيرن جو تفصيلي احوال موجود آهي. باب ٻئي ۾ فاتح سنڌ مير فتح علي خان ٽالپر جو مفصل احوال آهي. باب ٽئين ۾ مير غلام علي خان ٽالپر (پهرين چوڪيريءَ جي ٻئي حاڪم) جو تفصيلي احوال آهي. باب چوٿين ۾ مير ڪرم علي خان ٽالپر (پهرين چوڪيريءَ جي ٽئين نمبر حاڪم) جو تفصيلي احوال موجود آهي. باب پنجين ۾ مير مراد علي خان ٽالپر (پهرين چوڪيريءَ جي چوٿين حاڪم) جو تفصيلي احوال موجود آهي، ان کان سواءِ هن ڪتاب ۾ 'ظفر نامہ مثنوي'، آخوند احمد هالائي سانوڻيءَ جو منظوم 'جنگ نامہ' ۽ ٽالپرن خلاف سمٽ جي ڪوڙي سروي رپورٽ شامل آهي. ڪتاب ۾ ٽالپر حاڪمن، وزيرن، ايران جي بادشاهہ فتح علي خان قاچار جون



تصويرون ٽالپر حاڪمن جا فرمان، فوج، نقشو، ميرن جي قبن جي قديم تصوير، ميرن جي پوشاڪ، هٿيارن ۽ توپن، شاهہ شجاع جي عياشيءَ واري محفل، حيدرآباد جي قلعي، انگريزن ۽ بهاولپور جي نواب صادق محمد خان جون تصويرون بہ شامل آهن.

ڪتاب ۾ اداري جي سربراهہ مير احسان علي خان ٽالپر جا تاثرات شامل آهن ۽ مقدمو مصنف جي پوٽي صفدر حسين ميرزا لکيو آهي. ان کان سواءِ بہ قطعہ تاريخون ڇپجڻ واري سال تي چيل آهن، جنهن مان هڪ ميرزا سڪندر علي بيگ جي ۽ ٻي صفدر حسين ميرزا جي فارسيءَ ۾ چيل آهي. 920 صفحن تي مشتمل چار رنگي ٽائيٽل سان هي ڪتاب مير مراد علي خان ٽالپر پبليڪيشن حيدرآباد طرفان 2012ع ۾ شايع ٿيو. جنهن جي قيمت 1000 روپيا آهي.

**ٽالپو:** ٽالپو ٻيڙيءَ جي هڪ رسي کي چئبو آهي، جيڪو ڪوهيءَ جي شيڪلي کي پاسن کان مضبوط ڪرڻ لاءِ استعمال ڪيو ويندو آهي.

**تفصير سورة ياسين:** سورة ياسين تفصير جو هي قلمي نسخو ميان محمد حسين سومري، ساقين چيهو (پڊ عيدن) 10 ربيع الاول 1240ھ ۾ ڪتابت ڪيو هو. جنهن جي سنڌي، اوائلي سنڌي آهي. ان تفصير تي مصنف جو نالو درج نہ آهي. هي تفصير تمام زخيم آهي ۽ 894 صفحن تي مشتمل آهي.

**'تياڳي' بسنت ڪمار:** شاعر ۽ اديب بنسٽ ڪُمار 'تياڳيءَ' 27 مارچ 1940ع ۾، تعلقي موري (ضلعي نوابشاهہ/ نوشهري فيروز) جي ڳوٺ 'سونهان' ۾ جنم ورتو ورهاڱي کان پوءِ، سٽن سالن جي عمر ۾، پنهنجي مرضيءَ سان نہ، پر مائٽن جي فيصلي موجب، ورهاڱي جو شڪار ٿي ڀوپال ۾ وڃي آباد ٿيو هن جو وڌيڪ احوال نہ ٿو ملي، سندس ڪيترا شعر مختلف اخبارن ۽ رسالن ۾ ڇپيل آهن. پر سندس شاعريءَ جو هڪ ڪتاب 'ٻوندون ٿيون برسن' (1972ع)، بہ شايع ٿيل آهي. بسنت ڪمار 'تياڳي' سنڌين جي هڪ ڪالوني بئرا ڳڙهہ، ڀوپال ۾ رهائش پذير آهي.

**تپيدارن جو ديرو** (ماڳ): هيءُ انگريز دور جي يادگار عمارت خيرپور ۾ واقع آهي. هي عمارت خاص طور تپيدارن جي قيام لاءِ جوڙائي وئي، جيڪا وڏي عرصي تائين استعمال هيٺ رهي. تعلقي خيرپور جي تپيدارن جون هر قسم جون سرگرميون هن عمارت ۾ ٿينديون هيون. عمارت انگريز دور جي تعميراتي طرز جو اعليٰ مثال آهي. عمارت جي بيهڪ انگريزيءَ جي 'L' موجب آهي، جنهن ۾ پڪيون سرون استعمال ڪيون ويون آهن. ڪشادو ڪليل اڱڻ اٿس، جنهن ۾ سرينهن ۽ نم جا وڻ بيٺل آهن. مهاڙيءَ ۾ اٺ ونگن وارا لنگهه اٿس، جن مان ٽن درن کي سرون هڻي بند ڪيو ويو آهي. عمارت جي پيڙهه ڪان ڇت تائين هڪ ئي نموني جي اوساري ڪيل آهي. البت درن ۽ درين مٿان جنسار لاءِ سرن جي وٽ هنئي وئي اٿس. مهاڙي ۾ ٻنهي طرفن کان ڪندن تي چوڪندا،



تلها ٺپ آهن، جيڪي مٿي وڃي ٻيڙ ٻني تي ٺنيڙيون ٿاهين ٿا. عمارت ڪي اندر چار ڪان پنج ڪمرا ۽ ورانڊو آهي. ڪمرن کي هوادار رکڻ لاءِ روشندان ۽ منگهه ڇڏيل آهن، جن کي ٻاهرين طرف ڪان ڇڇا پڻ ڏنل آهن. عمارت جي ڇت ٽيئرن تي بيٺل آهي، جنهن ۾ چوڪنديون گل واريون سرون هنيون ويون آهن. ڪمرن ۽ ورانڊي جي ڇت جو نمونو ساڳيو آهي. ورانڊي جي حصي ڪان ڪمرن وارو حصو اوچو تعمير ڪيل آهي. ڇت تي مٿان ٻيڙهنو ۽ ان ۾ پاڻيءَ جي نڪاسيءَ لاءِ نيسارا نصب ڪيل آهن. عمارت ۾ اندران وقت جا ٻه باهه وسائڻ وارا اوزار پڻ نصب ڪيل آهن. تپيدان جي ديري واري مرڪزي عمارت جي ڪنڊ ۾ ننڍڙي مسجد به تعمير ڪيل آهي، جيڪا پڻ ان وقت جي تعمير ڪيل پائنجي ٿي.

**تحفة النصائح** (قلمي): هي قلمي نسخو سيد شاهه يوسف حسيني جي تصنيف آهي. هي ڪتاب روزمره جي زندگيءَ جي لاءِ هڪ بهترين وعظ ۽ نصيحت آهي. سڄو ڪتاب منظوم آهي، جنهن ۾ ڪل 45 باب آهن. هي سڄو نظم مصنف پنهنجي فرزند لاءِ لکيو آهي. ڪتاب جي شروعات هن طرح سان ٿئي ٿي:

"حمد بگويم بي عدد مر خالق جن و بشر
کرده معلّق آسمان هم اختران شمس و قمر"

۽ اختتام هيئن ٿو ٿئي:

"...تمت تمام شده تسخ تحفة النصائح
تحريرم بتاريخ 14 ماه صفر 1128هه"



65 صفحن تي مشتمل هي قلمي نسخو خط نستعليق ۾ تحرير ٿيل آهي، ڪاتب جو نالو تحرير ناهي ٿيل ۽ سن ڪتابت 1128هه لکيل آهي. هي قلمي نسخو سنڌي ادبي بورڊ جي قلمي نسخن ۾ محفوظ آهي.

**تحفه غلام** (قلمي): هي قلمي مثنوي فارسيءَ جي شاعر غلام محمد جي چيل آهي. مثنويءَ ۾ حمد باري تعاليٰ، نعت رسول مقبول صلي الله عليه وسلم، حضرات چوڏهن معصومن جا منقبت ۽ ٻين ولين ۽ بزرگن جي شان ۾ قصيدا چيل آهن. هي بياض 1310هه/1892ع ۾ لکجي مڪمل ٿيو. بياض جي شروعات هيئن ٿئي ٿي:

'الهيٰ از ره اکرام و احسان
عطا کردي بما اسلام و ايمان
دلم را از شريعت شوق داري
بجانم از طريقت ذوق داري'



اختتام هيئن ٿئي ٿو:

'دگر زياده ازين احسان سازي
بود شايانت گر شادان سازي
بعون عنات حق تعاليٰ شانه به تماميت رسيده 1310هه'

26 صفحن تي مشتمل هن مثنويءَ جو ڪاتب مصنف پاڻ آهي ۽ اها خط نستعليق ۾ ڪتابت ٿيل آهي. هي مثنوي سنڌي ادبي بورڊ جي قلمي نسخن ۾ محفوظ آهي.

**تراب بروهي**: شاعر تراب بروهي ولد مير شادي خان، محمد زئي مينگل بروهيءَ جو اصل نالو عبدالڪريم آهي، هن 15 جنوري 1913ع تي ڳوٺ قلي، تعلقي ڏوڪري، ضلعي لاڙڪاڻي ۾ جنم ورتو. سنڌي سميت اردو، سرائڪيءَ ليکڪ آهي. هن جو نظم ۾ هڪ ديوان بنا نقطن جي ۽ 10 ٻيا ديوان ترتيب ڏنل آهن، جن مان هڪ ديوان مفيد شاعريءَ موجب ديوان محمود نامہ جي طرز تي ڪنيو آهي. جنهن جي هڪ غزل جي شعر جي هر مصرع جي منڍ ۽ پڇاڙيءَ ۾ رديف وارو اکر آندل آهي ۽ هڪ ديوان خود محمود نامہ فارسي جو سنڌيءَ ۾ منظوم ترجمو آهي. هن شاعريءَ ۾ رهنمائي مولانا ثناءُ الله ثنائي، حاجي محمود خادم، محمد صديق 'مسافر' کان ورتي. سندس شاعريءَ جو نمونو هيٺ ڏجي ٿو:

اسان ڪي نٿي ڪل پوي دلربا جي
سندس راز جي، رمز جي ۽ رضا جي
فقط قرب سهڻا! آ درڪار تنهنجو
تکيان ڪين ٿو، ماجرا مان قضا جي.

**ٿُرهو**: ڪکن، ڪانن ۽ ڪاٺين جو نوڙين ۽ رسين سان ترڀڏي ٺاهيل هڪ قسم جو ويهڻ وارو 'منجو'، جيڪو اڪثر ڍنڍن ۽ ڇڇن ۾، ٻيڙيءَ طور ڪم آندو ويندو آهي، شاهه سائين 'ٿُرهو' لفظ هن ريت بيان ڪيو آهي.

تُرَهو آڇ مَ تَنِ کي، جَنِ عِشقَ سين آگاهَ،
پُڇي مَس مَلاحَ، ساهَڙَ مَٽِي سُوهَڻِي.
(سُر سهڻي: شاهواڻي)

**تسليم 'دارا'** (اداڪار): تسليم حسين 'دارا' ولد محمد پريل ميمڻ، نومبر 1965ع تي ڳوٺ دين محمد شاهاڻي تعلقي دادوءَ ۾ ڄائو. ابتدائي تعليم اسڪول غريب آباد دادوءَ ۾ پڙهيو. ثانوي تعليم بہ دادوءَ مان حاصل ڪيائين. ننڍي هوندي کان ثقافتي سرگرمين ۾ حصو وٺندو پيو اچي. هن ڪيترن ئي ڊرامن ۾ ڪم ڪيو آهي، جن ۾: ظلم جو انجام، غيرت غربت جو شان ۽ شريف گنهگار بہ شامل آهن. تسليم 'دارا' ٻين سماجي ۽ ثقافتي تنظيمن سان وابستہ رهيو آهي، جن ۾ سنڌ لوڪ ثقافت تنظيم دادو، پنائي آرٽس ڪائونسل دادو، بسنت ڪائونسل دادو شامل آهن. هن ٽيليويزن تي مزاحيہ پروگرام غلطي معاف ۾ بہ ڪم ڪيو آهي. هن وقت ڪي.ٽي.اين مزاحيہ پروگرام پيش ڪري رهيو آهي. سندس فني سفر اڃا جاري آهي.



**تميم بن العتبي**: بنو اميہ جي دور ۾ جنيدُ بن عبدالرحمان جڏهن 111هہ/729ع ڌاري سنڌ ڇڏي خراسان ويو تہ تميم بن زيد العتبي سنڌ جو گورنر مقرر ٿيو. هو سياسي معاملا ۽ ملڪي ڪاروهنوار هلائڻ ۾ سست هو، ان ڪري سندس دور ۾ عرب قبيلن ۾ فساد ٿيو ۽ تميم هڪ ڪمزور ڌر جي طرفداري ڪئي. نتيجي ۾ اڪثر عرب سندس مخالف ٿي پيا. هن ٻنهي ڌرين ۾ صلح جي گهڻي ڪوشش ڪئي، پر عربن سندن ڳالهہ مڃڻ کان انڪار ڪري ڇڏيو. عرب قبيلن جي انهيءَ ويڙهہ جڏهن سنڌ ۾ گهرو ويڙهہ جي صورت اختيار ڪئي، تڏهن هن پنهنجي جان بچائڻ لاءِ عراق پهچي وڃڻ جو فيصلو ڪيو، پر ديبل بندر وٽ بيماريءَ سبب وفات ڪيائين.

**تنهنجي سهڻي سار** (ڪتاب): هن ڪتاب جو تخليقڪار 'نماڻو' صديق مهيسر آهي، سندس هن شعري مجموعي ۾ غزل، بيت، وايون، چوسٽا ۽ ٽہ سٽا شامل آهن. ڪتاب ۾ ناز سنائي، علي دوست عاجز، عرفانہ ملاح، گوهر گل ڳورڙ، احسان زنگيجي، رحمت سومري، محبوب ڏيپر ۽ امتياز عادل سومري جا تاثرات شامل آهن. ڪتاب شاعر پاران پنهنجي والدين ۽ سنڌ ڌرتيءَ کي ارپيو ويو آهي. ڪتاب چار رنگي ٽائيٽل سان، 176 صفحن تي مشتمل آهي، جيڪو سنڌي ساهت گهر حيدرآباد 2010ع ۾ ڇپائي پڌرو ٿيو آهي، ڪتاب جي بئڪ ٽائيٽل تي نصير مرزا جا تاثرات ڏنل آهن.




**تنيا پل** (ابل واهہ) **خيرپور**: هيءَ پل تنيا پل ۽ ڳاڙهي موري پل بہ سڏجي ٿي. تعلقي ڪنگري، ضلعي خيرپور ميرس ۾ ابل واهہ تي قائم ۽ شاهہ لڏاڻي ڳوٺ ويجهو آهي. پل رستي پريالوءِ ۽ پرپاسي وارا هنڌ ڳنڍجن ٿا. پل جي اهميت ان ڪري بہ آهي تہ هيءَ رياست خيرپور جي ٽالپر حڪمرانن جي تعميراتي يادگار جي حيثيت رکي ٿي. پل ۾ ڳاڙهي رنگ جون سرون استعمال ڪيون ويون آهن. مجموعي طور پنج دروازا اٿس. پل جي دروازن جو نمونو سکر بئراج جي پل جي دروازن جهڙو آهي. ٻنهي پاسن کان ديوار اٿس ۽ مٿان روڊ گذري ٿو. جنهن تي عام ماڻهو توڙي گاڏيون وغيره واهہ پار ڪن ٿيون. پل ۾ ڳاڙهين سرن جو ڏيک زيبائتو محسوس ٿئي ٿو. هن وقت پل جي حالت گهڻي قدر سٺي ڪانهي. پل جي ڀر ۾ واهہ جي ڪنڌيءَ تي آبپاشي عملدارن جي عمارت آهي.

**تنيو، ڊاڪٽر عبداللطيف**: ڊاڪٽر عبداللطيف تنيو، ولد فقير مولا بخش تنيو، 10 سيپٽمبر 1952ع تي ڳوٺ محمد عثمان تنيي، تعلقي ڀريا، ضلعي نوشهري فيروز ۾ پيدا ٿيو. پرائمري تعليم پنهنجي ڳوٺ مان حاصل ڪيائين ۽ مئٽرڪ ڊي. سي هاءِ اسڪول ٺارو شاهہ مان ڪيائين. هن بي. اي (آنرز) ۽ ايم. اي (بين الاقوامي تعلقات) سنڌ يونيورسٽي ڄام شوري مان ڪئي.

1978ع ۾ سنڌ يونيورسٽي جي بين الاقوامي تعلقات شعبي ۾

ليڪچرار مقرر ٿيو. ان عرصي دوران هن قائد اعظم يونيورسٽي اسلام آباد مان پي. ايڇ. ڊيءَ جي ڊگري پڻ حاصل ڪري ورتي. ڊاڪٽر عبداللطيف تنيو، هن وقت سنڌ يونيورسٽي ڄام شوري ۾ ائسوسيئيٽ پروفيسر طور ڪم ڪري رهيو آهي.

**توت فقير**: توت فقير شاعر ۽ سگهڙ ٿي گذريو آهي. هيءُ يڪتاري تي پنهنجو ڪلام ڏاڍي سريلي انداز ۾ ڳائيندو هو. هندو ماڻهن جي ساڻس گهڻي عقيدت هوندي هئي. هن گهڻي قدر مدحن ۽ مولودن جي صورت ۾ ڪلام چيو آهي.

**توختہ بيگ**: جهانگير بادشاهہ پنهنجي عهد ۾ توختہ بيگ جي ڪابل مان بدلي ڪري کيس سردار خان جو لقب ڏئي، بکر، سبي ۽ سيوهڻ جو جاگيردار مقرر ڪيو. جنهن ڪانپوءِ توختہ بيگ صرف سردار خان جي نالي سان مشهور ٿي ويو. ’تاريخ مظهر شاهجهاني‘ ۾ يوسف ميرڪ لکي ٿو تہ سردار خان مرزا حڪيم جي ماڻهن مان هو ۽ پوءِ اڪبر جي خاص ماڻهن ۾ شامل ٿيو. اڪبر بادشاهہ سندس بهادريءَ ۽ ايمانداريءَ تي کيس لاهور ۾ جاگير ڏني هئي. سندس بهادريءَ ۽ ايمانداريءَ کي ڏسي جهانگير بادشاهہ کيس ’سردار خان‘ جو لقب ڏنو ۽ گڏوگڏ بکر، سبي ۽ سيوهڻ جو جاگيردار پڻ مقرر ڪيو. قنڌار جو صوبو پڻ شاهہ بيگ جي بدران هن جي هٿ هيٺ رهيو. مير ابوالقاسم کي جلال الدين جي مهم تي رکيو ويو، سردار خان (توختہ بيگ) اڃا ملتان مس پهتو تہ شاهہ بيگ کي شاهہ عباس صفويءَ جي لشڪر قنڌار جي قلعي ۾ ڪٽي سوگهو ڪيو. جهانگير بادشاهہ مرزا غازي بيگ ترخان ۽ قره بيگ کي ڏار ڏار لشڪر ڏئي قنڌار موڪليو. رستي تي قره بيگ فوت ٿي ويو. شاهہ عباس صفويءَ جو لشڪر چغتائي فوج اڳيان ڪو چارو نہ ڏسي واپس ايران موٽي ويو. قنڌار جي فتح تي کيس ٻہ هزاري منصب جو خطاب مليو. هن قنڌار ۾ حڪمران هجڻ واري دور ۾ 1016هہ/ 1607ع ۾ وفات ڪئي.

**تولا رام ٻالاڻي**: مشهور اديب ۽ صحافي تولا رام ٻالاڻي، 1886ع ڌاري نوشهري فيروز ۾ منشي مينگهراج ٻالاڻيءَ جي گهر ۾ پيدا ٿيو. هن پرائمري تعليم حاصل ڪرڻ کان پوءِ پهرئين انگريزيءَ کان چوٿين انگريزيءَ تائين ٺارو شاهہ ۾ تعليم ورتي، پنجون درجو پرين ۾ ۽ ڇهون درجو حيدرآباد جي نووديالہ ۾ پڙهيو. هن کي انگريزيءَ جو ايترو تہ اڀياس هو، جو گريجوئيٽ بہ سندس مقابلو نہ ڪري سگهندا هئا. هن جي انگريزي تحرير توڙي تقرير عجب ۾ وجهندڙ هوندي هئي. کيس سرڪاري نوڪريءَ کان نفرت هئي ۽ ملڪ جي خدمت لاءِ اُڪير هئي. هن ڪيترين اخبارون ڪڍيون. سوامي هيمراج جي اردو ڪتاب ’گلزار معنيٰ‘ جو سنڌيءَ ۾ ترجمو ڪيو جيڪو پوءِ ’آتم ڦلواڙيءَ‘ عنوان سان 1909ع ۾ ڇپجي پڌرو ٿيو.

1905ع ۾ بنگال جي ورهاڱي ملڪ ۾ تاءُ پيدا ڪيو. ان هلچل ۾ هن خاص بهرو ورتو. ان وقت انگريزن جو وڏو ڌهڪاءُ هوندو هو ۽ سرڪار خلاف ڪجهہ ڪڇڻ تي جيل جا دروازا ڏسڻا پوندا هئا. ان زماني ۾ هن ’Voice of Sindh‘ ۽ ’صداءِ سنڌ‘ نالي 2 اخبارون جاري ڪيون جن ۾ انگريزن خلاف سخت مضمون ۽ خبرون شايع ڪندو هو، نتيجي طور ٻئي اخبارون حڪومت ضبط ڪيون. ان کان پوءِ هن ’ديش ماتا‘ اخبار جاري ڪئي. جڏهن پريسن هيءَ اخبار ڇپڻ کان انڪار ڪيو تہ وقتي هٿ سان پئسي پئسي وارن نوٽ بڪن تي لکي ظاهر ڪندو هو پر اها هٿ- اخبار بہ ضبط ڪئي وئي. هن سنڌ شيوڪ نالي هڪ ماهوار رسالو بہ جاري ڪيو، جيڪو پوءِ هفتيوار ڪڍڻ لڳو. اهو پڻ پريسن ڇپي ڏيڻ کان انڪار ڪيو. هن جي لکڻي بيباڪ هوندي هئي ۽ سچائي سندس مول متو هوندو هو. هن 1908ع ۾ نوشهري فيروز ۾ نوجوانن جي هڪ ’شيوڪ منڊيلي‘ قائم ڪئي جنهن جو مقصد شهر جي خدمت هو. هن منڊليءَ ۾ سندس 10 ساٿي هوندا هئا.

تولا رام ٻالاڻي، نوشهري فيروز جي صوفي شاعر پير ڪمال وٽ ايندو ويندو هو. کيس شاعري ۾ قدرتي ڏات مليل هئي. هو عام گفتگوءَ ۾ شعرن جا مثال ڏيندو هو. شاعريءَ ۾ ’عاجز‘ تخلص ڪم آڻيندو هو، هن ڪيترا مشاعرا بہ ڪرايا.

تولا رام ٻالاڻي کي قدرت لکڻ جي عجيب ڏات ۽ سگهہ عطا ڪئي هئي. سندس ڇپيل ڪتابن ۾: (1) ’جيءَ اندر جنگ‘، (2) ’گيان گلزاري‘ ۽ ٻيا شامل آهن. هن انگريزيءَ ۾ شاعري ڪئي، ان کان سواءِ کيس فارسي ۽ اردو تي بہ عبور حاصل هو. هن اردوءَ ۽ سرائڪي ۾ بہ شاعر لکيو.

**تيجواڻي ڪمار**: تيجواڻي خاندان جو فرد، ڪهاڻيڪار، مضمون نگار ۽ صحافي، ڪرم چند ڪوٽومل ’ڪمار‘ تيجواڻي، خانواهڻ شهر، تعلقي ڪنڊياري، (ضلعي نوابشاهہ/نوشهري فيروز) ۾، 15 آگسٽ 1937ع تي جنم ورتو. هن جون تحريرون جهولي لعل، اخبارن ۾ ڇپجنديون رهيون آهن. هن ڪيترن ڪتابن جا مهاڳ لکيا آهن پر سندس پنهنجو ڪتاب اڃا شايع نہ ٿي سگهيو آهي. ورهاڱي کان پوءِ والدين سان گڏ ڪلياڻ ڪئمپ ۾ وڃي رهيو جيڪو هن وقت الهاس نگر/ سنڌو نگر نالي سان هڪ سنڌين جو وڏو مرڪزي شهر بڻجي ويو آهي.



## ٿ

**تاڙنگا:** هي ماڳ تعلقي جهڏي ۾ آهي، جيڪو سومرن جي آخري دور جو آهي. هتي 3 کان 4 فرلانگن ۾ کنڊر موجود آهن. هتي جنگ جو ميدان آهي، جتي سومرن جي بهادر سردار دودي سومري ۽ علاؤ الدين خلجيءَ جي لشڪر ۾ جنگ لڳي هئي. روايت آهي ته هتي ان وقت علاؤ الدين خلجي جي لشڪر پاران خندقون کوٽيون ويون هيون.

**ٽڙا صاحب گردوارو، اُچ شريف:** سکن جي هيءَ عبادتگاهه ضلعي بهاولپور جي تعلقي احمد پور شرقيه جي مشهور شهر اُچ شريف ۾ سيد سُرخ جلال بخاريءَ جي مزار جي اترئين پاسي هڪ کوهه جي صورت ۾ موجود آهي، جنهن کي گرونانڪ جو کوهه يا عام طور ’ڪراڙي جو کوهه‘ چيو ويندو آهي.



هي سرن جو ٺهيل تمام وڏو کوهه آهي، جنهن جي آسپاس ڪنهن به عمارت جا آثار نٿا ملن. کوهه جي مٿان پڳ به اڏيل ڪانهي. کوهه جي اندرئين پاسي قدرتي طور هڪ وڻ ڦٽل آهي، هن مقام تي سنتن وٽ، گرونانڪ جون پنج يادگار شيون ملن ٿيون، (1) پيرن ۾ پائڻ واري ڪاٺ جي سينڊلن جي جوڙي، (2) هڪ لٺ، (3) پٿر جو هڪ گُرز، (4) پٿر جا ڪڙا ۽ (5) هڪ فوٽ جي پيڙي، جنهن تي ويهي گرونانڪ سک مت جي پرچار ڪئي هئي.

**ٽڙا صاحب گردوارو ملتان:** سکن جو هي مقدس آستان، شاهه شمس روڊ ملتان ۾ واقع حضرت شاهه شمس سبزواريءَ جي مزار جي اڳڻ ۾ آهي. هي سادي سودي پڪين سرن ۽ گچ سان ٺهيل عمارت بنا ڪنهن شڪارو (Shikara) جي آهي، جنهن جي ڪنڊن تي ننڍيون گول منارڙيون ڏنل آهن. ٻيڙ ٻني کان مٿي ڪاشيءَ جي نيرين سرن سان ننڍي مني فٽ جي پٽ ڏنل آهي. ٻيڙ ٻني جي هيٺان 4 انچن جي ڪاشيءَ جي نيرين سرن جي پٽي ڏنل آهي. مهاڙيءَ ۾ هڪ ونگن سان لنگهه آهي. لنگهه جي ٻنهي پاسي دريون آهن، جيڪي ٻه ساڄي ۽ ٻه کاٻي پاسي ٺهيل آهن، جن تي ڳهرو سائو رنگ ٿيل آهي. لنگهه مٿان ڪاشيءَ جو جنسار ٿيل آهي، جڏهن ته درين جي مٿان به ننڍيون ڪاشيءَ جون سرون جڙيل آهن. مهاڙي لنگهه ۽ درين جي مٿان اڌ فوٽ جو نيرين ڪاشيءَ جي سرن جو پٽو ڏنل آهي جيڪو ٻنهي پاسن کان هيٺ تري تائين وڃي ٿو. ڏسڻ ۾ گردوارو ڳاڙهي رنگ جو نظر ايندو آهي. جنهن جو رنگ مرمت وقت تبديل ٿيندو آهي. ملتان شهر ۾ دولت دروازي جو چوڪ پار ڪندي ئي هيءَ عمارت نظر ايندي آهي، جيڪا حضرت شمس سبزواريءَ جي مزار جي اڳڻ ۾ ٺهيل آهي.



چون ٿا ته ان جاءِ تي گرونانڪ مختلف صوفين، سنتن ۽ بزرگن سان ملاقاتون ڪيون ۽ سک مت جو پرچار ڪيو. اڄ تائين هن مقام تي گردواري جي ڌار عمارت قائم ٿيل ناهي پر شاهه شمس جي مزار جي اڳڻ جو ڪجهه حصو گردواري لاءِ مخصوص آهي. راجه رنجيت سنگهه جي وقت ۾ ان جاءِ تي سک مت جون مڙئي ڌرمي رسمون (پرڪاش) ادا ڪيون وينديون هيون، پر انگريزن 1850ع ۾ انهن رسمن تي پابندي عائد ڪري ڇڏي. موجوده وقت ۾ هيءَ گرد وارو، گرونانڪ جي ملتان اچڻ جي ياد ۾ قائم آهي.

**ٽڪل سُريت ۽ ٻيون ڪهاڻيون** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب اصل ۾ البرتو موراويا (1907ع کان 1990ع) جي 11 ڪهاڻين تي مشتمل آهي، جن جو سنڌي ترجمو سنڌ جي مختلف ڪهاڻيڪارن ڪيو آهي، جيڪي مختلف رسالن ۽ ڪتابن ۾ ڇپجي چڪيون آهن. انهن کي سنڌ جي ناليواري اديب ولي رام ولڀ 1983ع ۾ گڏ ڪري ڪتابي شڪل ۾ آندو آهي، جنهن جو عنوان ’ٽڪل سُريت ۽ ٻيون ڪهاڻيون‘ آهي. ڪچي جلد ۽ ڪرائون سائيز سان 168 صفحن تي مشتمل هي مجموعو نيو فليڊس پبليڪيشن، حيدرآباد 1983ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو. جنهن جي قيمت 12 روپيا ڇاپايل آهي.




**ٿهيم، شاهد سلام:** سنڌ اسيمبليءَ جو ميمبر شاهد سلام، نامور سياستدان ۽ اڳوڻي صوبائي وزير عبدالسلام ٿهيم جو فرزند آهي. هن 12 جنوري 1972ع تي ڳوٺ طيب ٿهيم، ضلعي سانگهڙ ۾ جنم ورتو. هن سنڌ يونيورسٽيءَ مان ايم. اي ۽ مهراڻ انجنيئرنگ يونيورسٽيءَ مان

بي. اي (سول) جون ڊگريون حاصل ڪيون آهن. والد جي نقش قدم تي هلندي هن سياسي ۽ سماجي سرگرمين ۾ حصو ورتو. شاهد سلام 2001ع کان 2008ع تائين مسلسل ٻه پيرا سانگهڙ جو يو. سي ناظم به رهي چڪو آهي. والد جي وفات کانپوءِ شاهد سلام پاڪستان پيپلز پارٽيءَ جي ٽڪيٽ تي 2013ع واري چونڊن ۾ حصو ورتو ۽ پي. ايس 83 سانگهڙ IV واري تڪ تان چونڊجي ايم. پي. اي ٿيو. سياست کان علاوه شاهد سلام زميندارِي ڪِرت سان پڻ وابسته آهي. (وڌيڪ ڏسو: ٿهيم، عبدالسلام: جلد ٻيو)



**ٽيهو، محمد سومار**: سنڌ جو نامور سماج سڌارڪ، قومي ڪارڪن محمد سومار عرف رئيس علڻ خان ٽيهو 1932ع ڌاري ڳوٺ ٽيهبا ضلعي حيدرآباد ۾ ڄائو. هن ابتدائي تعليم ٽيهبا ڳوٺ ۾ ورتي. 1950ع ۾ نور محمد هاءِ اسڪول حيدرآباد مان مئٽرڪ ۽ 1958ع ۾ وڪالت جو امتحان پاس ڪيائين. هي شروع کان وٺي سرڪاري نوڪريءَ جي خلاف، آزاد سوچ ۽ آزاد خيال جو ماڻهو هو. تنهنڪري نوڪريءَ جي خفي کان آزاد ٿي قومي سياست ۾ آيو ۽ قوم جي خدمت کي شيوو بنايائين. ان سال مدرسة السلام جي مدرسه بورڊ جو ميمبر به ٿي رهيو. سن شهر ۾ قائم 'شاهه حيدر سوسائٽيءَ' جو ڇهن سالن تائين چيئرمئن ٿي رهيو. ان دوران سيد امداد شاهه سان گڏجي سن ۽ منظور آباد جي هاءِ اسڪولن جون بلڊنگون منظور ڪرايائين. جنهن بعد منظور آباد ۾ مستقل طور اچي رهائش پذير ٿيو. سندس 1946ع کان سنڌ جي قومپرست اڳواڻ سائين جي. ايم سيد سان تعلقات قائم ٿيا، پوءِ زندگيءَ جو باقي عرصو جي. ايم سيد سان گذاريائين. سائين جي. ايم سيد سان ويجهڙائي ۽ قومي سياست ڪرڻ سبب 6 مهينا مچ جيل ۾ به گذاريائين ۽ اذيتون سنائين. ان کان سواءِ 1950ع کان 1977ع تائين ڀٽي صاحب جي دؤر ۾ سکر، حيدرآباد ۽ ڪراچي جيل ۾ قيد ڪاٽيائين. بنگلاديش جي آزاديءَ کان پوءِ سيد امداد محمد شاهه سان گڏجي بنگال جو دورو ڪري آيو. رئيس علڻ خان ٽيهو جنرل ضياءَ جي مارشل لا دوران جيل ۾ رهيو. پر پنهنجن ارادن تي اٽل رهيو ۽ سڄي زندگي جي. ايم سيد سان گڏ رهيو ۽ سندس ڀروسي ۽ اعتماد وارو ماڻهو هو. ٽيهي صاحب وٽ گذر سفر لاءِ صرف 16 ايڪڙ زمين هئي، ان جي باوجود پنهنجي صلاحيتن ۽ محنتن ڪري تمام وڏن ماڻهن ۽ چوٽيءَ جي ليڊرن کي



ويجهو رهيو. جن ۾ جي. ايم سيد کان سواءِ ڪامريڊ حيدر بخش جتوئي، خان عبدالغفار خان، ڪامريڊ مير محمد ٽالپر، ڪامريڊ غلام محمد لغاري ۽ شيخ مجيب الرحمان شامل آهن. علڻ خان ٽيهو طبيعت جو انتهائي سادو هوندو هو. سدائين اجرڪ يا لوئيءَ جو پٽڪو مٿي تي ٻڌندو هو. غريبن جو همدرد ۽ هڏ ڏوکي هوندو هو. اهوئي سبب هو جو پنهنجي وقت ۾ ٻارهن سالن تائين مسلسل لوڪل بورڊ دادوءَ جو ميمبر چونڊيل رهيو. هن فقير صفت انسان 1992ع ۾ وفات ڪئي. هن ڪيترن نادار غريب ڇوڪرين ۽ ڇوڪرين کي پنهنجي خرچ تي پڙهايو هو. سندس وفات وقت اهڙا ڪيترا نوجوان ۽ نياڻيون روئندا سندس تڏي تي آيا ۽ ماڻهن کي خبر پئي ته هو غريب ۽ ٻي پهچ ٻارن جي ڳجهي نموني مالي مدد ڪندو هو.

**ٽيهو، نسيم**: سنڌي ٻوليءَ جي نامياري ڪهاڻيڪاره ۽ دانشور خاتون نسيم ٽيهو 1 اپريل 1948ع تي گهاڙي، (ٽيهن جي ڳوٺ) تعلقي ميهڙ ۾ مير عبدالباقي ٽيهي جي گهر ۾ جنم ورتو. سندس والده بيگم بادام ناتوان، پنهنجي دور جي بهترين ليکڪا هئي، جنهن 'خوش خصلت خاتون' جهڙو آدرشي ڪتاب لکي ادبي ميدان ۾ مڃتا حاصل ڪئي، اهو ڪتاب پوءِ سنڌي ادبي بورڊ ڇاپي پڌرو ڪيو. نسيم ٽيهو ملڪ جي ناليواري سياستدان رسول بخش پليجي جي گهرواري ۽ ناليواري ڪميونسٽ اڳواڻ مير ٽيهي جي ڀيڻ هئي. پليجي صاحب سان سندس شادي 1968ع ۾ ٿي، جنهن مان کيس تانيا ۽ انيتا نالي ٻه نياڻيون پيدا ٿيون. ٻئي ادبي کيتر ۾ ڄاتل ۽ سڃاتل ليکڪائون آهن. نسيم ٽيهو پيشي جي حوالي سان سنڌ يونيورسٽيءَ ۾ اقتصاديات جي شعبي ۾ اسسٽنٽ پروفيسر جي عهدي تي رهي ۽ 2000ع ۾ رٽائرمينٽ ورتائين.



نسيم سنڌي ادب جي سٺي ليکڪا هئي، خاص ڪري ڪهاڻيءَ ۾ کيس مخصوص سڃاڻپ ۽ حيثيت حاصل رهي. هن 80-70 وارن ڏهاڪن ۾ تمام سٺيون ۽ چرڪائيندڙ ڪهاڻيون لکي ادبي حلقي ۾ پنهنجو ڌاڪو ويهاريو. هن اٽڪل 25 ڪهاڻيون لکيون. 80 واري ڏهاڪي کانپوءِ هن لکڻ گهٽائي ڇڏيو. رٽائرمينٽ کانپوءِ هن ڪراچيءَ ۾ سڄل ڳوٺ واري علائقي ۾ رهائش اختيار ڪئي. نسيم ٽيهو جا ناناڻا شڪارپور جا وينل هئا، تنهنڪري هن جو ننڍپڻ ۽ جواني به شڪارپور ۾ گذري. سندس ڪهاڻين جو مجموعو 'اُڀر چنڊ پس پرين' سنڌي ادبي بورڊ ۾ 2013ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو آهي، جنهن جو مرتب دين محمد ڪلهوڙو آهي.

نسيم ٽيهو 19 مارچ 2012ع تي 64 سالن جي ڄمار ۾ وفات ڪئي. سندس ٻه ڌيئرون تانيا ٽيهو ۽ انيتا ٽيهو ليکڪائون آهن.



# ٽ

**ٽالپر شيخ:** سُگهڙ ٽالپر شيخ ولد ڦوٽو خان شيخ، 1935ع ڌاري ڳوٺ ڳڙهي صاحب خان، تعلقي رتيديري، ضلعي لاڙڪاڻي ۾ ڄائو، اڳتي هلي نئين ديري لڳ ڳوٺ قلپوٽن ۾ اچي آباد ٿيو. لاڙڪاڻي شگر مل ۾ چوڪيدار هو، پر شگر مل جي بند ٿيڻ سبب بيروزگار ٿيڻ ڪانپوءِ هن وقت تائين محنت مزدوري ڪري پنهنجو گذر سفر ڪندو آهي. هن سگهڙائپ جي فن جي سکيا استاد غلام قادر پٽي کان ورتي، ڏٺ پرولي، ڳجهارت، ڏور، پهاڪو ۽ سينگار سندس پسنديده صنفون آهن. هيءُ نصابي تعليم کان محروم رهيو، پر پنهنجي ۽ ٻين سگهڙن جو فن ڪيس بر زبان ياد آهي. ٽالپر شيخ پي. ٽي. وي جي سگهڙائپ وارن پروگرامن ۾ به شرڪت ڪري چڪو آهي. هيءُ دُهلڪ وڄائيندو آهي ۽ ڪافي فنڪارن سان دُهلڪ تي سنگت ڪري چڪو آهي.

**ٽالپر، صوفي غلام محمد فقير ’گل‘:** صوفي فقير غلام محمد ٽالپر خيرپور ضلعي، تعلقي ڪوٽڏجي، ڳوٺ ٽالپروڏا ۾ غلام حسين ٽالپر جي گهر ۾ 1278ھ/1861ع ۾ جنم ورتو. سندس ڳوٺ ٽالپر وڏا تعليم، طب، تصوف ۽ ادب جي ڪري مشهور آهي. فقير غلام محمد جي بنيادي تعليم سندس ڳوٺ جي مدرسي ۾ ٿي. مجازي عشق ڪيس شاعري ڪرڻ تي مجبور ڪيو ۽ پنهنجو تخلص ’گل‘ چوندا هئا.

فقير غلام محمد سنڌي، سرائڪي، عربي، فارسي ۽ هنديءَ ۾ شعر چيا آهن. ڪلام ۾، نعت، حمد، منقبت، ڪافي، وائي، بيت، ڏوهيڙا، سي حرفيون ۽ پچن وغيره شامل آهن. تصوف سان وابسته هئڻ ڪري شاه عبداللطيف رح جي فقيرن محمد لائق ۽ تمر فقير جو وڃي مريد ٿيو ۽ ڪارو ويس پائڻ شروع ڪيائين. ان کان سواءِ صوفي غلام محمد فقير پنهنجي زرعي زمين مان چئن ايڪڙن زمين کي ’لطيف جو لوڙهو‘ نالو ڏنو ۽ ان لوڙهي اندر ٺڪرن سروٽن ۽ پٽرن جو هڪ وڏو دڙو ٺاهيو. جنهن جي ڊيگهه 60 فوٽ، ويڪر 40 فوٽ ۽ اوچائي 35 فوٽ آهي ۽ ان تي چڙهڻ لاءِ 32 عدد ڏاڪا آهن. فقير غلام محمد انهيءَ دڙي جي مٿان جيئري پنهنجي قبر ٺاهي، جنهن ۾ وڃي الله پاڪ جو ذڪر ڪندو هو. هن دڙي جي پرسان هڪ مسجد به پنهنجن هٿن سان تعمير ڪرائي، جنهن جي پٽين ۾ دانگيءَ جي وڻن ۽ ٺڪر جي ٺڪرين سان اهڙا ته چٽ چٽيائين، جو اينڊڙ ڏسي اچرج ۾ پئجي ويندا آهن.

فقير غلام محمد صوفيءَ 9 جماد الاول 1363ھ/1944ع جمعي جي ڏينهن وفات ڪئي، سندس ورسيءَ تي صوفياڻي راڳ رنگ جي محفل سان ملهائي ويندي آهي.

**ٽالپر مير غلام شاه، شهيد:** شهيد مير غلام شاه ٽالپر شاهواڻي ٽالپرن جي خاندان مان مير ڪرم علي خان ٽالپر جو فرزند هو. سترهين صدي عيسويءَ جي آخر ڌاري سندس جنم ٿيو. هي انگريزن خلاف مياڻيءَ جي جنگ ۾ ٽالپرن جي فوج ۾ نائب سپهه سالار هو. ٽالپر فوج جي سپهه سالار ميرجان محمد خاناڻي ٽالپر جي شهادت کان پوءِ هن وڏي جوانمرديءَ سان سپهه سالاريءَ جا فرض سرانجام ڏنا. ٽالپرن جو بارود ختم ٿي وڃڻ ڪري 17 فيبروري 1843ع تي مير غلام شاه ٽالپر بهادريءَ سان ويڙهه ڪندي شهيد ٿيو. روايت آهي ته مير غلام شاه ٽالپر مياڻيءَ جي جنگ تي وڃڻ وقت پنهنجي معتقد پانڌي خاصخيليءَ کي وصيت ڪئي هئي ته ”خدانخواسته جيڪڏهن آءٌ جنگ ۾ وڙهندي شهيد ٿي وڃان ته منهنجو لاش منهنجي مرشد جي قدمن ۾ لنواري شريف (بدين) ۾ رکجو“ نيڻ هي مرد مجاهد انگريزن سان وڙهندي مياڻيءَ جي جنگ ۾ شهيد ٿي ويو ۽ سرائي پانڌي خاصخيلي مياڻيءَ جي ميدان مان وڏيءَ مهارت ۽ هوشياريءَ سان رات جي پيٽ ۾ مير غلام شاه شهيد جو لاش لڪائي ڪڍي، ٽنڊي محمد خان ڪٺائي آيو. لاش امانت طور ٽنڊو محمد خان ۾ بخاري سيد جي قبرستان ۾ دفنايو ويو. تقريبن ڇهن مهينن کان پوءِ جيئن ئي حالتون بهتر ٿيون ته سندس لاش ڪڍي لنواري شريف جي قبرستان ۾ سپرد خاڪ ڪيو ويو.

**ٽه چوٽي:** ڪيرٿر جبل ۾ ممتل چوٽيءَ کان هيٺ لهڻ سان هڪ اهڙيءَ جڳهه تي پهچبو، جنهن کي ’ٽه چوٽيءَ‘ سڏجي ٿو. ان جڳهه تي هميشه ڪي نه ڪي لڏا لٽل ضرور ملندا آهن. اتي هڪ وڏو قبرستان به آهي، جنهن بابت روايت آهي ته اٽڪل چار صديون اڳي بروهين ۽ رندن جو پاڻ ۾ پاڻيءَ ۽ چوپائي مال تان هڪ وڏو تڪرار ٿيو هو. جنهن ۾ ٻنهي قبيلن جا ڪيترا ماڻهو مارجي ويا هئا، جن کي اتي دفن ڪيو ويو هو. رندن جي سردارن جا نالا ميرچاڪر خان (وفات 1582ع) ۽ مير امام بخش خان هئا. بروهين جي سردار جو نالو مير پاهڙ خان هو.

**ٽين دنيا جون ڪهاڻيون** (ڪتاب): هيءُ ڪهاڻيون اصل ۾ ٽين دنيا جي مختلف ملڪن جي ڪهاڻيڪارن، جيڪي سوڊان، ڪولمبيا، شام، ڊومنيڪن ريپبلڪ، سعودي عرب، يوراگئي، لبنان، ميڪسيڪو، ڪانگو، سيراليون، ترڪي، پيرو، گهانا، يمن، پاڪستان (سنڌ)، انڊونيشيا، اسرائيل، ڪيوبا، مليشيا، ايران، ڏکڻ افريقا ۽ هندستان سان واسطو رکن ٿا، انهن جون ڪهاڻيون شامل آهن. جن جو سنڌيءَ ۾ ترجمو مشهور اديب ولي رام ولڀ 1980ع ۾ ڪيو آهي. ڪرائون سائيز ۽ ڪچي جلد سان 195 صفحن تي مشتمل هي ڪتاب نيو فيلڊس پبليڪيشن، حيدرآباد پاران 1980ع ۾ ڇپجي پڌرو ٿيو. جنهن جي قيمت 15 روپيا آهي.






## ٺ

**ٺٽوي، مخدوم عبدالرحمان:** عالم، فاضل مخدوم عبدالرحمان ٺٽوي ولد مخدوم محمد هاشم ٺٽوي 16 شوال 1131هه/1719ع ڌاري ضلعي ٺٽي ۾ ڄائو. هن کي پنهنجي والد کانپوءِ سجاده نشينيءَ جو شرف حاصل ٿيو. سندس والد جا مريد سنڌ کان ٻاهر ڪائياواڙ ۽ ڪڇ ۾ به پکڙيل هئا، جنهن ڪري هيءُ سنڌ کان ٻاهر مريدن جي هدايت ۽ تلقين لاءِ به ويندو هو. مخدوم عبدالرحمان جي تصنيفن ۾ حج جي مسئلن تي منظوم سنڌي ڪتاب 'حيات العاشقين' آهي، جيڪو سندس والد جي فارسي ڪتاب 'حيات الیٰ زيارت المحبوب' جو منظوم ترجمو آهي. هن 51 سالن جي ڄمار ۾ 5 ربيع الاول 1181هه/ پهرين آگسٽ 1767ع تي وفات ڪئي.

**ٺٽوي، مخدوم عبداللطيف:** حافظ، عالم، مخدوم عبداللطيف ولد مخدوم محمد هاشم ٺٽوي، 14 شعبان 1144هه/31 جنوري 1732ع ڌاري ضلعي ٺٽي ۾ ڄائو. هيءُ پنهنجي والد جي دستور موجب هرجمعي جي ڏينهن جامع خسرو (دابگران واري مسجد) ۾ واعظ منعقد ڪندو هو. ان ڪانسواءِ دار العلوم هاشميه مدرسي کي پڻ سنڀاليندو هو. مخدوم عبداللطيف بدعتن جي رد ۽ حنفي فقه ۾ ڏاڍو متشدد هو. هن علامه مخدوم محمد معين ٺٽويءَ جي ڪتاب 'درسات اللبيت' جي رد ۾ 'ذب الذبابات' ڪتاب عربيءَ ۾ لکيو. ان ڪانسواءِ سندس ٻيا به رسالا تصنيف ٿيل آهن، جن ۾ الحجة البيضاء، غايت المرام، الشهاب الثاقب لرجم الكاذب، فرائض الاسلام وغيره شامل آهن. مخدوم عبدالطيف، 45 سالن جي عمر ۾ 17 ذوالقعد 1189هه/9 جنوري 1776ع تي وفات ڪئي.

**ٺٽوي، مخدوم محمد ابراهيم:** عالم ۽ بزرگ مخدوم محمد ابراهيم بن عبداللطيف 1748ع ڌاري ٺٽي ۾ جنم ورتو. وقت جي وڏي عالم، محدث ۽ فقيهه مخدوم محمد هاشم ٺٽويءَ جو پوٽو هو. هن جي تعليم ۽ تربيت پنهنجي علمي گهراڻي ۾ ٿي. سندس والد کيس تعليم ڏني. ٽيرهن سالن جي ڄمار تائين سندس ڏاڏو مخدوم محمد هاشم ٺٽوي حيات هو. ڪتاب 'مونس المخلصين' جو مصنف لکي ٿو ته: "مخدوم محمد ابراهيم بن مخدوم عبداللطيف بن مخدوم محمد هاشم ٺٽوي ڪامل ۽ راسخ ولين مان هو. طريقت ۾ خواجه صفي الله ڪابليءَ جو مريد هو. اوچي رتبي تي پهتل هو. خواجه صاحب کيس خلافت عطا ڪئي هئي. محمد امين سنڌي چترائي سندس حالات، فضائل ۽ مناقب بابت مستقل رسالو لکيو آهي. سندس ولادت سندس ڏاڏي جي زندگيءَ ۾ 1162هه/1748ع ۾ ٿي ۽ وفات 1225هه/1810ع ۾ ڪڇ جي مانڊوي بندر ۾ ٿي، جتي سندس مزار تي قبوليت آهي." مخدوم محمد ابراهيم وڏو مؤلف ۽ مصنف هو. سندس تربيت علمي گهراڻي ۾ ٿيڻ ۽ عرب ملڪن سان گهڻي اچ وڃ سبب سندس عربي عبارت ۾ گهڻي رواني آهي. کيس ان وقت جي حالتن مطابق هڪ جاءِ تي ويهڻ ۽ تاليف جو ڪم ڪرڻ جو خاص موقعو ۽ سڪون ميسر نه هو. ان دور ۾ ٺٽو علمي لحاظ کان اجڙي ويو هو. حڪومت به ڪمزور ٿي وئي هئي. ان ڪري سندس ڪا به قدرداني ٿي نه سگهي. ڪڏهن ڪٿي ته ڪڏهن ڪٿي ڪشالا ڪيندو رهيو. نقشبندي طريقي ۾ داخل ٿي ورد وظيفن ۽ رياضتن ۾ گهڻو وقت گهاريائين. ان ڪري سندس صحت به اطمينان جوڳي نه رهندي هئي. ان جي باوجود به علمي ڪم سان لڳاءُ گهڻو رهيس. سندس تصنيفن جو ذخيرو ٽڙيل پکڙيل آهي.

مخدوم ابراهيم جي تصنيفن جي لسٽ پير حسام الدين راشديءَ 'تڪملہ مقالات' جي حاشيي ۾ ڏني آهي. پير جهنڊي جي لائبريري، پير حسام الدين راشديءَ جي ذاتي لائبريري، سنڌ يونيورسٽيءَ جي لائبريري ۽ مدرسه مظهر العلوم کڏه ڪراچيءَ جي لائبريريءَ ۾ سندس ڪتاب موجود آهن. سندس تصنيف ڪيل ڪتابن ۾ 'تهذيب البيان'، 'الاجازة للطريقة النقشبنديه'، 'توثيق الاسباق في مسالة الصداق'، 'دماج المخنم'، 'الجفر الجعفري' ۽ ڪيترائي ٻيا شامل آهن. سندس سمورا ڪتاب عربيءَ ۾ آهن. هن 1810ع ڌاري وفات ڪئي.



# پ

**پاڪ نيشنل سنڌي- انگريزي ڊڪشنري:** هيءَ هڪ جلدي سنڌي-انگريزي ڊڪشنري غلام رسول شاهه تيار ڪئي، جيڪا آر. ايچ احمد ائنڊ برادرس حيدرآباد طرفان شايع ڪئي وئي. هن لغت ۾ سنڌي لفظن جون انگريزيءَ ۾ معنائون ڏنل اهن. هن پراڻي ڪرائون سائيز ڊڪشنريءَ جي ڇاپي جو سال ۽ قيمت ڄاڻايل ڪانهي.

**پالاري، طالب خان:** ناليوارو فنڪار طالب خان پالاري ٽاڻي بولا خان ضلعي ڄامشوري ۾ 1928ع ڌاري پيدا ٿيو. سندس والد محمد اسماعيل پالاري زميندار ۽ سٺو سگهڙ به هو. سندن ڳوٺ پرسان ڳوٺ ڏماچ ۾ سرندي نواز استاد گل محمد خاصخيلي رهندو هو. ان جي صحبت ۾ طالب خان جو لاڙو موسيقيءَ ڏانهن ٿيو. هن فن جي تربيت ان کان ورتي. سپ کان پهريان هن دنبوري وڄائڻ ۾ مهارت حاصل ڪئي. ان بعد هن موراڻ ۽ لوليون چوڻ شروع ڪيون.



هنن صنفن ۾ متعارف ڪرائڻ ۾ طالب خان پالاري تمام گهڻي محنت ڪئي، هن موري کي ڪوهستان مان ڪڍي ملڪ جي ڪنڊ ڪڙڇ تائين پهچايو.

طالب پالاري پهريون ڀيرو 13 سالن جي عمر ۾ ريڊيو پاڪستان حيدرآباد تي 1957ع ۾ 'ڪچهري' پروگرام ۾ ڳائي ريڊيو تي مقبوليت ماڻي. ٽيليويزن تي 1968ع ۾ پروگرام 'ڪچهري' ۾ سيد منظور نقوي کيس متعارف ڪرايو. سندس ڪيترئون ئي آڊيو ڪيسٽون آيل آهن. هن سنڌيءَ کانسواءِ بلوچيءَ ۾ به ڳايو. طالب پالاري خود سٺو شاعر به آهي. طالب پالاري پاڪستان کانسواءِ بنگلاديش، انگلينڊ ۽ ٻين ملڪن ۾ به پنهنجي فن جو مظاهرو ڪري چڪو آهي.

**پانڌي پنهور سگهڙ:** پانڌي پنهور، ڳوٺ بخش نظاماڻي، تعلقي ماتلي ضلعي حيدرآباد جو وينل هو. هڪ روايت موجب ڳوٺ راڄي خاناڻي تعلقو ٽنڊو باگو سندس ڳوٺ هو. پهريائين چور ۽ ڌاڙو مڙس هو ۽ ٻاري ابڙي سان گڏجي چوريون ڪندو هو. پوءِ توبهه تائب ٿي پنهنجو پورهيو ڪرڻ لڳو، پر اڳين ڏوهن سبب پڪڙجي سزا ڪاٽائين. قيد مان ڇٽڻ کانپوءِ به پيرا حج تي ويو ۽ اتي ئي وفات ڪيائين. مختلف روايتن موجب اندازاً 1900ع ۾ وفات ڪيائين. جوانيءَ ۾ عشق مجاز جي چوٽ لڳيس، ان بعد بيت چيائين. آخري وقت ۾ ميڙن ۽ مجلسن ۾ پنهنجا بيت نڙ تي چوندو هو. سندس بيت اڄ به نڙ تي چيا ويندا آهن.

**پاڻيءَ جو نانگ:** هي نانگ، نانگن جي جنس Homalopsin مان آهي. هنن نانگن جي خاص سڃاڻپ اها آهي ته انهن جون ناسون سامهون ۽ مٿي هونديون آهن. هنن جي نڪ جو ڇلر پوئين ڇلرن کان وڏو ٿئي ٿو هيءَ



پاڻيءَ ۾ رهندڙ نانگن جو هڪ نسل آهي، جنهن جي هڪ جنس سنڌ ۾ به رهي ٿي. هن ڪٽنب ۾ Enhydris جنس جي ناسن جي چوڌاري والو (Volves) آهن، جيڪي پاڻيءَ کي ناسن ۾ گهڙڻ کان روڪيندا آهن. (Enhydris Pakistanica) نانگ 0.5 کان 0.6 ميٽر ڊگهو هوندو آهي، ان جو پڇ 70 کان 100 ملي ميٽر ٿئي ٿو. هندستان ۾ هن جنس کي 'لسو پاڻيءَ جو نانگ' (Smooth Water Snake) سڏيندا آهن جنهن جي نرجي وڌ ۾ وڌ ڊيگهه 0.90 ۽ مادي نانگ جي ڊيگهه 0.96 رڪارڊ ڪئي وئي آهي. هي نانگ مضبوط جسم جو آهي، پران جي ڪل ڊري ٿئي ٿي. هن نانگ جو مٿو ننڍو هوندو آهي. ڇلر لسا، نرم ۽ چمڪيلا ٿين ٿا. جسم تي ڇلرن جون 28 کان 30 قطارون ٿينس ٿيون. هي نانگ ڏينهن جو سرگرم هوندو آهي. مڇيون ۽ ڏيڏر کائي ٿو ۽ پاڻيءَ مان ٻاهر نه نڪرندو آهي. سياري ۾ ڍنڍن جي ڪناري ڏرن ۽ سوراخن ۾ رهندو آهي. زمين تي بيچين رهندو آهي، عام طور آبي ٻوٽن ۾ وڃي لڪندو آهي. ٻين نانگن وانگر گهڙيءَ گهڙيءَ زبان ٻاهر نه ڪڍندو آهي. پڪڙجڻ تي چڪ نه هڻندو آهي. سنڌ ۾ خاص ڪري لاڙ ۾ درياهن سان لاڳاپيل ڍنڍن، ڍورن ۽ تلائن ۾ رهي ٿو ۽ وڏي تعداد ۾ موجود هوندو آهي.

**پتاشو ڪلوئي:** مشهور سگهڙ ۽ شاعر پتاشو ڪلوئي، ڳوٺ 'سرڪاري ڪوهه' تعلقي دولتپور ضلعي نوابشاهه ۾ 1919ع ڌاري ڄائو. سگهڙ پائيءَ جي هر صنف، جهڙوڪ ڏور، ڳجهارت، پرولي، ڏٺ، معما، ڏهس، هنر ۽ سينگار جو تمام سٺو شاعر رهيو آهي. تعليم فقط پرائمري پڙهيو پر ڪلام تمام عمدو چيو اٿس.

**پتافي، نور محمد حسيني، مولوي:** نامور عالم دين، مقرر، ليکڪ ۽ مناظر اسلام مولانا نور محمد پتافي حسينيءَ جي ڪنيت ابوالحسنين ۽ لقب حيدري آهي. هي پهرين جنوري 1968ع تي ڳوٺ سعدي ديري، تعلقي رتيديري، ضلعي لاڙڪاڻي ۾ همت علي پتافيءَ جي

گهر ۾ ڄاڻو. ابتدائي تعليم پنهنجي ڳوٺ ۾ حاصل ڪرڻ کانپوءِ عربي ۽ فارسي تعليم مشهور عالمن مفتي محمد صالح نعيميؒ، مولانا مفتي عزيز اللهؒ ۽ مولانا محمد رفيق خوشنويس وٽ حاصل ڪيائين.



دُوره حديث ۽ تفسير علامه مفتي محمد فيض احمد اويسي صاحب بهاولپور واري وٽ پڙهي، 1984ع ۾ پورو ڪيائين. بزرگ سيد غلام حسين شاهه قنبرواري جي هٿ تي دست بيعت ٿي ڪانئس روحاني فيض حاصل ڪيائين. پنهنجي مرشد جي نسبت سان پنهنجي ڳوٺ سعدي ديري ۾ مدرسه الحسينيه نور الاسلام جو بنياد رکيائين. گڏوگڏ هڪ بهترين لائبريريءَ جو قيام عمل ۾ آندائين. هن مدرسي ۾ درس و تدريس ۽ لائبريريءَ کي قيمتي ۽ ناياب ڪتابن سان سينگارڻ سان گڏ واعظن، مناظرن ۽ ديني ڪتابن لکڻ ۽ ڇپائڻ جو سلسلو به جاري رکيو. هن وقت تائين مختلف موضوعن تي 33 ڪان مٿي ننڍا وڏا ڪتاب لکي چڪو آهي، جن مان ڪيترا ڇپجي اهل علم ۽ ديني حلقي ۾ مقبوليت ماڻي چڪا آهن. سندس مدرسي مان ڪيترا شاگرد پڙهي ديني عالم ٿي چڪا آهن. سندس لائبريريءَ سنين علمي لائبريرين ۾ ليکي وڃي ٿي. مولوي نور محمد پتافي عربي ٽيچر (ايچ. ايس. ٽي) جون خدمتون سرانجام ڏيئي رهيو آهي. سندس ڇپيل ڪتابن ۾: 'الله منهنجي توبه'، 'شانِ مصطفٰى و فضائل درود شريف'، 'وسيلو سهڻي سردارِ دوجهان جو'، 'فضائلِ اهلِ بيت الرسول صلي الله عليه وسلم'، 'فضائل خلفاء راشدين'، 'فضائل حج و عمره شريف' ۽ 'شانِ غوث اعظمؒ' شامل آهن.

**پڙڏيهي ڪهاڻيون** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب امريڪي، لاطيني امريڪي، يورپي، آسٽريليائي، ڏکڻ آمريڪا جي مختلف ملڪن جي 58 ڪهاڻين تي مشتمل آهي، جيڪو سنڌ جي مشهور اديب ۽ مترجم ولي رام ولڀ ترجمو ڪري ترتيب ڏنو. ولي رام ولڀ پرڏيهي ادب جي معياري لکڻين کي انتهائي سهڻي انداز ۾ سنڌي لفظن جو ويس پارائي سنڌي ادب ۾ ترجمي جي دنيا ۾ اضافو ڪيو آهي. هن ڪتاب کي سنڌي لئنگئيج اٿارٽي، حيدرآباد 2011ع دوران ڇپيل سنڌي ترجمي جي ڪتابن جي مقابلي ۾ بهترين ڪتاب قرار ڏنو. ڊيمي سائيز ۾ پڪي جلد سان 359 صفحن تي مشتمل هي ڪتاب سنڌي ادبي بورڊ، ڄامشوري 2011ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو. جنهن جي قيمت 300 روپيا آهي.




**پرڙ**: مڇي ڦاسائڻ لاءِ ڪتب ايندڙ ڄار جو هڪ قسم، جيڪو واهه جي ٻنهي ڪپن تي لڳائبو آهي، جيڏي مهل مڇي ان جي اندر اچي ويندي آهي ته ڪپن تي بيٺل مهاڻا پرڙ جي رسن کي ڇڪيندا آهن ته جيئن مڇي پرڙ ۾ هوندي سا وڃي گودن ۾ گڏ ٿيندي.

**پرهه جو پيغمبر** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب سنڌ جي ناليواري قومي اڳواڻ ۽ دانشور جي. ايم سيد جي يادگار تقريرن تي مشتمل آهي. جن کي نوجوان اديب مسيح ڪالاڻيءَ سهيڙي ڪتابي صورت ڏني آهي.




ڪتاب جي مرتب مختلف رسالن، اخبارن ۽ ڪتابن تان جي. ايم سيد جون 16 تقريرون سهيڙيون آهن. هي تقريرون 1943ع کان 1995ع تائين جي. ايم سيد جي سياسي بصيرت ۽ ڏاهپ جو عڪس پيش ڪن ٿيون. ڪتاب ۾ شامل تقريرن ۾: (1) نئين سنڌ جو سفر، (2) روشن مستقبل جي تلاش، (3) ترقي پسند سنڌ اڄڻ جو خواب، (4) آزاد پاڪستان ۾ آزاد سنڌ، (5) امن سڄي دنيا لاءِ، (6) پٽ شاهه: سنڌي ثقافت جو مرڪز، (7) سنڌي ادب ڇو ۽ ڇا لاءِ، (8) ون يونٽ: سنڌ جي وجود تي وار، (9) مظلوم قومن جو استحصال، (10) سنڌ ۽ بلوچستان جا مسئلا، (11) سنڌو ديش جو قيام، (12) سنڌ، بلوچستان ۽ پختونستان جي آزادي، (13) موجوده رياستي ڍانچو سنڌ لاءِ زهرِ قاتل، (14) بلند اخلاق بهتر سياست، (15) دنيا کي تباهيءَ کان بچائڻو آهي ۽ (16) الوداعي تقرير شامل آهن. هي ڪتاب قومي اڳواڻ بشير خان قريشي، عبدالواحد آريسر ۽ پرچي وديار جي نالي ڪيل آهي. 144 صفحن تي مشتمل ڊيمي سائيز جي هن ڪتاب کي سرسوتي ساهت گهر ڏوڪري، ڊسمبر 2012ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو. جنهن جي قيمت 50 روپيا آهي.

**پڪار پبليڪيشن** (ڪتاب): هي ڪتاب استاد لغاريءَ 1982ع ۾ ڪپري مان شايع ڪيو آهي، جنهن ۾ سنڌ جي ناليوارن اديبن جون ڪهاڻيون، تاثر ۽ شاعري شامل آهي. ڪتاب جي شروع ۾ سرفراز راڄڙ جو انٽرويو ڏنو ويو آهي، جيڪو ڏٽي بخش بروهيءَ جو ورتل آهي.




هن ڪتاب ۾ شوڪت حسين شوري، شرجيل، اڪبر سومري، لياقت رضويءَ، قاضي ممتاز، شاهده ميراڻيءَ، نريش ڪمار ۽ بخشڻ مهراڻويءَ جون ڪهاڻيون شامل آهن.

شاعرن ۾، محترم راشد مورائي، سوز هالائي، منير سولنگي، معصوم سانگهڙائي، بشير سيتائي، قمر ٽي، رضا چانڊيو،

ج - ع منگهاڻي، نثار بزمي، عرفان مهدي، ڊولڻ راهي، عزيز گوپانگ، نصير مرزا، سميع لنڊ، نورالنساءِ ميمڻ، هنسراج ۽ استاد لغاري شامل آهن. هي ڪتاب آگم پبلشنگ ايجنسي حيدرآباد مان، محترم نثار حسيني، نصير مرزا، عزيز گوپانگ ۽ هنسراج جي معاونت ۾ شايع ٿيو. 72 صفحن واري هن ڪتاب جي قيمت 5 روپيا آهي.

**پنجل جو پيغام** (ڪتاب): هي ڪتاب سگهڙ فقير استاد محمد پنجل شيخ جي شاعريءَ تي مشتمل آهي، جنهن کي سندس شاگرد سگهڙ فقير محمد قاسم ڪلوڙ ترتيب ڏنو آهي. هن ڪتاب ۾ محمد پنجل شيخ جي پيش لفظ کان علاوه حاڪم گل مهر، مهر حفيظ عالم 'راهي'، احمد خان سهاڳ، محمد اسماعيل بروهي، ساگر محمد حسين مهر ۽ سگهڙ فقير محمد قاسم ڪلوڙ جا تاثر شامل آهن. 156 صفحن تي مشتمل، رنگين ۽ پڪي جلد سان ڊيمي سائيز جي هن ڪتاب جي قيمت 100 رپيا آهي. هي ڪتاب 2007ع ۾ شاهه عبداللطيف ڀٽائي سنڌ سگهڙ ريسرچ اينڊ ڊولپمينٽ انسٽيٽيوٽ ڪراچي طرفان ڇپجي پڌرو ٿيو.

**پنچائت** (اخبار): هي هفتيوار سنڌي اخبار 1927ع کان لڌن ٽولا رام جي ادارت هيٺ سلطان ڪوٽ، ضلعي شڪارپور مان ڇپجي پڌري ٿي. هيءَ اخبار شهر جي امرت پريس مان شايع ٿيندي هئي ۽ اُن جون ٽي سؤ ڪاپيون ڇپبيون هيون. اخبار جي قيمت ٽي آنا هئي. هن اخبار ۾ ڌرمي ۽ سماجي مواد شايع ٿيندو هو. اخبار پڙهندڙن ۾ سني مقبوليت ماڻي، ڪافي عرصو شايع ٿيندي رهي، بعد ۾ بند ٿي وئي.

**پنڪج آڏواڻي**: پنڪج آڏواڻي 24 جولاءِ 1985ع تي مها راشٽر صوبي جي شهر پوني ۾ ڄائو. 15 ورهين جي ڄمار کان اڳ هن راندين جا ٽي عالمي ٽائيٽل کٽيا. 25 سالن جي عمر ۾ هي، سنوڪر جي ورلڊ چيمپين کي، جنهن 7 ڀيرا اهو ٽائيٽل برقرار رکيو هو. شڪست ڏئي عالمي چئمپين بڻيو. پنڪج آڏواڻيءَ جو خاندان سندس پيدائش کان ترت پوءِ ڪويت لڏي ويو. پر 1990ع ۾ سندس والد جي اوچتي موت کان پوءِ ڀيهر ڀارت لڏي اچي بئنگلور ۾ رهيا، جتي سندس تعليم اڃا جاري هئي ته ڪيس ورلڊ چئمپين شپ جو تاج پارايو ويو. اڳوڻي قومي سنوڪر چيمپين آروند ساوور، 1995ع ۾ بئنگلور جي بليارڊ هال ۾ پهريون ڀيرو سندس راند ڏسي گهڻو متاثر ٿيو ۽ ڪيس باقاعدي تربيت ڏنائين. جنهن کان پوءِ سندس ڪاميابين جو سلسلو شروع ٿي ويو. جيڪو اڃا تائين جاري آهي.



**پنو عاقل ماضي حال** (ڪتاب): تعلقي پني عاقل بابت هي تحقيقي ڪتاب پروفيسر سرور سيف جي تصنيف آهي. هن ڪتاب ۾ تعلقي جي 85 ڳوٺن، مختلف ديهن جو تعارف، درگاهن، قديم ماڳن جي تفصيل کان سواءِ 180 کان وڌيڪ علمي، ادبي، سياسي ۽ سماجي شخصيتن جا پروفائيل ڏنل آهن. هن ڪتاب ۾ تعلقي پني عاقل جي ڪلاسيڪي شاعرن کانسواءِ سگهڙن، مولودن، ملهه پهلوانن، فنڪارن، اداڪارن، سازندن ۽ رانديگرن جو به احوال ڏنو ويو آهي. آخر ۾ 16 ضميما ۽ ڪي ناياب تصويرون به شامل ڪيل آهن.




هن ڪتاب جو مهاڳ ناميارو شاعر اختر درگاهيءَ لکيو آهي، جڏهن ته مشهور شاعرن اياز گل، قاضي مقصود گل، نعيم شيخ، ايس.جي ڀاڳيا، پريل داڀي ۽ ليکڪ بدر سميجي جا رايا پڻ شامل آهن. هي ڪتاب سنڌي ادبي سنگت پني عاقل شاخ جي سهڪار سان، مهراڻ سائنس پبليڪيشن، ڪراچيءَ پاران مارچ 2013ع ۾ شايع ڪيو آهي. 328 صفحن تي پکڙيل هن ڪتاب جي قيمت 300 روپيا آهي.

**پنهور صلاح الدين**: صلاح الدين ولد حڪيم محمد صالح پنهور، 8 جون 1947ع ۾ ڳوٺ ابراهيم پنهور عرف ابرهيم ڪڇيءَ ۾ جنم ورتو. ابتدائي تعليم گورنمينٽ پرائمري اسڪول مين دادو مان حاصل ڪيائين.



مئٽرڪ جو امتحان طالب المولىٰ هاءِ اسڪول مان نمايان حيثيت سان پاس ڪيائين. مئٽرڪ کانپوءِ گورنمينٽ ڊگري ڪاليج دادوءَ ۾ داخلا ورتائين، جتان گرئجوئيشن ڪري، سنڌ يونيورسٽيءَ مان ايم.اي سوشل ورڪ ۾ نمايان پوزيشن حاصل ڪيائين. ڪجهه وقت دادو، موري ۽ سانگهڙ ۾ سوشل ويلفيئر آفيسر ٿي رهيو. رٽائرمينٽ کان پوءِ هن وقت ڪراچيءَ ۾ خانگي ملازمت ڪري رهيو آهي.

صلاح الدين پنهور کي ابتدا کان ئي علم ادب سان چاهه رهيو آهي. سندس ڪيترا مضمون اخبارن ۽ رسالن ۾ شايع ٿيا آهن. ادب سان گڏ شعر و شاعري به ڪندو آهي. سنڌي ادبي شاخ دادوءَ سان وابسته آهي. هن کان اڳ موري ۽ سانگهڙ ۾ پڻ سنڌي ادبي سنگت سان وابسته رهيو آهي. ڪيس ساهت سنگت سانگهڙ جي باني ڪارڪنن ۾ شمار ڪيو وڃي ٿو. ڪيترائي سال قلندر لال شهباز ميله ڪاميٽيءَ جو سيڪريٽري به رهيو ۽ ميلي ۾ ڪافي جدت آنديائين. هن سانگهڙ ۽ موري ۾ روشن تارا اسڪول کولائڻ لاءِ ڀرپور ڪوشش ورتي. دادو ۾ ثقافتي سرگرمين کي اجاگر ڪرڻ لاءِ ڪوشش ڪيائين. سندس ڪوشش سان ڪيترا ثقافتي پروگرام ڪامياب ٿيا آهن. حضرت قلندر لعل شهباز جي عرس جي موقعي تي محفل سماع، زرعي ۽ صنعتي

نمائش ڪي ڪامياب ڪرڻ ۾ سندس ڪاوشون شامل رهيون آهن. پاڻ سنڌ جي مشهور تاريخدان ۽ زرعي شعبي جي ماهر ايم.ايڇ پنهور جو قريبي رشتيدار آهي. سندس دوستن ۾ استاد بخاري، سليم سولنگي، محمد بخش سميجو، نور گهلو، اطهر منگي، احمد خان ملڪاڻي ۽ ٻيا اديب شامل آهن. هن وقت دادو ۾ رهائش پذير آهي.

**پنهور، محمد ابراهيم**: محمد ابراهيم ولد محمد اسحاق پنهور، 6 جون 1934ع تي ڳوٺ ڏوڙڙا پنهور تعلقي دادوءَ ۾ ڄائو. ابتدائي تعليم گورنمينٽ هاءِ اسڪول دادو ۽ انٽر گورنمينٽ ڊي.جي سائنس ڪاليج ڪراچيءَ مان ڪيائين. تعليم مڪمل ڪرڻ ڪانپوءِ پنهنجي خانگي ڪاروبار سان لڳي ويو. هن وقت تاريخي شهر خداآباد ۾ رهائش پذير آهي.

سنڌي ادبي سنگت شاخ خداآباد سان وابسته آهي. ٻارن ڪي تعليم جهڙي زيور سان آراسته ڪرڻ لاءِ سال 1958ع ۾ خداآباد ۾ مفت تعليم ڏيارڻ لاءِ مڊل اسڪول جو قيام عمل ۾ آندائين. جنهن ڪي آخر ۾ گورنمينٽ حوالي ڪري هاءِ اسڪول جو درجو ڏياريائين. خداآباد ۾ پنهنجي ذاتي جاءِ بنا مسواڙ گرلس پرائمري اسڪول جي حوالي ڪيائين. سگا خداآباد شاخ جي تعاون سان ڳوٺ ۾ (ماءُ ٻار صحت مرڪز) جو قيام عمل ۾ آندائين. هن مفت تعليم جي اسڪيم لاءِ ڪيترا پلاٽ مفت ۾ ڏنا. ڳوٺ ۽ علائقي جي ترقي لاءِ ٽيليفون، بجلي، لنڪ روڊ، مسافر خانو، پوسٽ آفيس، ايگريڪلچر فارم قائم ڪرڻ لاءِ اڻٿڪ ڪوشش ڪيائين ۽ ان ۾ ساڻس دوستن جو ڀرپور ساٿ رهيو.

**پوک گلابن جي** (ڪتاب): سيد رفيق امروٽيءَ جي نعتيه شاعريءَ جو هي ڪتاب 2004ع ۾ 'امروٽ ادبي اڪيڊميءَ' طرفان ڇپجي پڌرو ٿيو آهي. ڪتاب جو انتساب شاعر پنهنجي استاد نثار بزمي مرحوم جي نالي ڪيو آهي. هن ڪتاب ۾ سائين نثار بزمي مرحوم جي لکيل مهاڳ کان علاوه سيد رفيق امروٽيءَ جا حمد، نعتيه بيت، مولود شريف، نعتيه چوسٽا، نعتيه وايون، نعتيه غزل، نعتيه ڪافيون، نعتيه نظم، نعتيه آزاد نظم ۽ نعتيه چوڏهيا شامل آهن. آخر ۾ شاعرن ۽ اديبن جا ڪتاب ۽ شاعر جي باري ۾ تاثرات شامل آهن. 227 صفحن تي مشتمل رنگين ٽائيٽل ۽ پڪي جلد واري ڊيمي سائيز جي هن ڪتاب جي قيمت 150 روپيا آهي.



**پير بخاري**: پير بخاري دادو شهر ۾ پوليس هيڊ ڪوارٽر جي اوڀر ۽ ڏکڻ ڪنڊ ۽ اسٽيشن جي اولهه طرف واري مقام ۾ مدفون آهي. 1947ع ۾ جڏهن پاڪستان ٺهيو ته هندن ۽ مسلمانن جي لڏپلاڻ ٿي، تڏهن هندستان کان سيد حبيب شاهه زيدي دادوءَ ۾ آيو. جيڪو خواجه معين الدين چشتي اجميريءَ جو مريد هو هو هر سال پنهنجي گهر اڳيان گهٽيءَ ۾ خواجه اجميريءَ جو عرس ملهائيندو هو. جنهن ۾ پاڪستان جا مشهور قوال ايندا هئا ۽ پنهنجي فن جو مظاهرو ڪندا هئا. حبيب شاهه طرفان خواجه اجميريءَ جي چادر، پير بخاريءَ جي مزار تي هر سال چاڙهي ويندي هئي. هن وقت پير بخاريءَ جو ميلو هر سال لڳندو آهي، جتي دڪاندار دوڪان سجائيندا آهن. چوڏول، ڦرڙيون، پينگها ۽ جهولا لڳايا ويندا آهن. هتي ملاکڙو به لڳندو آهي.



**پير بخاري سيد**: پير بخاري سيد جي باري ۾ روايت آهي ته هي بزرگ ارڙهين صدي عيسويءَ جي وچ ڌاري جو آهي. پير بخاري سيد جي درگاهه دادو ضلعي جي ديهه سونهيون بکراڻيءَ ۾ آهي. مزار مٿان مقبرو ٺهيل آهي. مقامي ماڻهو مزار تي حاضريون ڀريندا آهن. پير بخاري سيد جي مزار تي هر ماهه چوڏهين تاريخ تي جلسو ٿيندو آهي. علماء ڪرام وعظ ڪندا آهن ۽ مداحي مداحون ۽ مولود پيش ڪندا آهن.

**پير حاجي اسماعيل**: ضلعي دادوءَ جي پاٽ شهر جي اوڀر ۾ پراڻن دڙن تي، پاٽ پراڻيءَ جي قديم قبرستان ۾ پير حاجي اسماعيل جي مشهور درگاهه آهي. مزار مٿان مقبرو اڏيل آهي. جيڪو وقت به وقت مرمت ٿيڻ ڪري مقبري جي قدامت بابت ڪجهه چئي نٿو سگهجي. هن درگاهه تي ديني جلسو ٿيندو آهي، جتي عالم سڳورا واعظ ڪرڻ فرمائيندا آهن. ان کان علاوه مولودن جي مجلس به ٿيندي آهي. حاجي اسماعيل 7 هجري/13 عيسوي صديءَ جو هڪ بزرگ ٿي گذريو آهي. هن بزرگ جي نالي سان پاٽ ۾ هڪ ڊنڊ پڻ آهي، جا ضلعي دادوءَ ۾ پراڻي بچاءَ بند ۽ نئين بچاءَ بند جي وچ تي آهي. پير حاجي اسماعيل جي ڏکڻ ۾ پير ناصر شاهه جي درگاهه آهي. پير اسماعيل پنهور لاءِ مشهور آهي ته قلندر لال وٽس ڪچهريءَ لاءِ ايندو هو.

پير حاجي اسماعيل پنهور جو مقبرو ۽ قبرستان "26°57'32 ڊگريون ويڪرائي ڦاڪ ۽ "67°52'55 ڊگريون اوڀر ڊگهائي ڦاڪ تي دادو تعلقي جي تاريخي ڳوٺ پاٽ شريف ۾ موجود آهي. مقبرو پاٽ شهر جي اوڀر- اتر ۾ آهي جتان سيتا وليج لاءِ ديهه روڊ نڪري ٿو. پاٽ جا اهي دڙا جن تي مقبرو اڏيل آهي، اهي قديم آثارن ۾ شمار ٿين ٿا. اتي ڪجهه ڪچا گهر

۽ اڏيل هئا. پر گهڻي سمي ۽ کلر سبب ڊهي پيا آهن. جن جا نشان موجود آهن هي قبرستان مقبري سميت ٻن ايڪڙن تي ڦهليل آهي ۽ قبرستان لاءِ اندازو آهي ته اهو ستين صدي هجري ڌاري جو آهي.

**پير شهمير جو مقبرو:** پير شهمير جو مقبرو ڇاڻن جي قبن واري قبرستان ۾ تعلقي گنبٽ، ضلعي خيرپورميرس جي ڳوٺ مين آگرا ۾ واقع آهي. سيد شهمير لڪياري خاندان مان پنهنجي وقت جو اهل الله شخص ٿي گذريو آهي. مقبرو قبرستان ۾ آهي، چوڌاري قبرون اٿس. اڱڻ کي ديوار ڪڍي احاطو ڏنو ويو آهي. اڱڻ جي فرشبندي وغيره ٿيل نه آهي. مقبرو پڪين سرن جو، سيمنٽ جي اوساريءَ سان جديد طرز تعمير جو ٺهيل آهي. مهاڙيءَ ۾ ٽائيلس هڻي ديوار تي جنسار ڪيو ويو آهي. نوڪدار رنگ ۾ چوڪائي سان ڪاٺ جو دروازو اٿس، دروازي جي ٻنهي پاسن کان جارا اٿس. ٻيڙهني کان ٿوروئي هيٺ ڪالمن ۾ الله تعالىٰ، حضور ڪريم صہ ۽ اصحابن جا نالا تحرير ڪيل آهن. ڇت سيمنٽ جي اٿس. ٻيڙهني تي مهاڙيءَ وٽان سرون ٻاهر ڪڍي ڪناري ناهي وئي آهي. اٺ ڪنڊو ڳچ ٺهيل آهي، جنهن تي سائي رنگ جو گول گنبذ آهي. گنبذ تي نيل نصب ٿيل آهي. مقبري ۾ اندر پير شهمير لڪياري جي مزار ڪاٺ جي چبوتري ۾ آهي. عقيدتمند مزار جي زيارت ڪرڻ لاءِ ايندا رهن ٿا. مقبري جي پر ۾ ٿي پراڻو ڦٽي ويل کوهه آهي.

**پير ڪامل شاهه جو ميلو:** حضرت ڪامل شاهه جو ميلو 5.6.7 ۽ 8 شوال تي ڳوٺ چتن شاهه ۾ وڏي ڌام ڌوم سان ملهايو ويندو آهي. هن ميلي ۾ اٺن ۽ گهوڙن جي ڊوڙ جو انعامي مقابلو ۽ ملهه جو مقابلو ٿيندو آهي، جنهن ۾ پهرئين ۽ ٻئي جوڙ جا پهلوان حصو وٺندا آهن. ان کان علاوه ميلي ۾ سرڪس، موت جو کوهه، مختلف شين جا اسٽال ۽ دڪان سينگاريندڙن ۾ انعامي مقابلو ٿيندو آهي. ميلي ۾ رڇ ڪتي جي ويڙهه، ٻارن لاءِ جهولا ۽ راڳ رنگ جي محفل به منعقد ٿيندي آهي، جنهن ۾ ريڊيو ۽ ٽي. وي جا مشهور فنڪار پنهنجي فن جو مظاهرو ڪندا آهن. هن ميلي ۾ سنڌ جي ڪنڊ ڪڙڇ مان هزارن جي تعداد ۾ مريد ۽ عقيدتمند اچي شريڪ ٿيندا آهن.

**پير ناصر خسرو قبادياني** (لعل بدخشان): حڪيم پير ناصر خسرو قبادياني، 'لعلِ بدخشان' جي لقب سان، سڄيءَ مسلم دنيا ۾ ڄاتو ۽ سڃاتو وڃي ٿو. هي بزرگ، اسلام جي شيعا اسماعيلي عقيدي جو هڪ وڏو مبلغ، مفڪر، عالم، فلسفي، رياضيدان، علمي ۽ ادبي دنيا جو مشهور سياح ۽ فارسي زبان جو هڪ اعلىٰ شاعر هو. هن جو شمار ايران جي مشهور شاعرن ۽ فلسفين ۾ ڪيو ويندو آهي. پنهنجي سائنسي، فلسفيانه، ديني ۽ شاعريءَ تي مشتمل ڪتابن ۾ هن پنهنجو سچو نالو ڪم آندو آهي، پر پنهنجي سفرنامي ۾ پنهنجو نالو 'ناصر' لکيو اٿس، البت شاعريءَ ۾ پنهنجو تخلص 'حجت' ڪم آندو اٿس. هن بزرگ جو اصل نالو ابو معين حميد الدين ناصر ابن خسرو ابن حارث القبادياني المَروَزي هو، پر عام طور ناصر خسرو جي نالي سان مشهور آهي. هو سن 394هه/1004ع ۾ ايران جي خراسان صوبي جي بلخ ضلعي جي هڪڙي ننڍڙي شهر مَرو (موجوده ترڪمانستان) جي ويجهو قباديان نالي بستيءَ ۾ ڄائو هو. سندس جنم هڪ خوشحال ۽ علمي خاندان ۾ ٿيو. سندس والد اُن وقت جي حڪومت جي ماليات (خزاني) جي محڪمي ۾ هڪ انتظامي عهدي تي فائز هو.

پير ناصر خسروءَ پنهنجي زندگيءَ جي شروعات هڪ ڪاتب جي حيثيت ۾ ڪئي. هن فارسي، عربي، عبراني، ترڪي ۽ يوناني ٻولين سميت ٻين ڪيترين ئي ٻولين ۾ مهارت حاصل ڪئي هئي. سندس سوانح نگار لکن ٿا ته: "هن کي علم رياضي، علم نجوم، علم فلڪيات، قرآن و حديث ۽ يوناني فلسفي ڪانسواءِ، مسلم دنيا جي مشهور مفڪرن، اَلڪندي، اَلفارابي ۽ ابن سينا جي لکيل فلسفيانه تصنيفات تي به عبور حاصل هو."

هو روزگار جي لحاظ کان پنهنجي خانداني روايت موجب غزنوي خاندان جي حڪومت ۾ مالياتي ڪاتي ۾ محصول اڳاڙيندڙ مقرر ٿيو. هن مَرو (Merv) شهر کي پنهنجي رهائش گاهه بنايو اُتي پنهنجو گهر به اڏايائين ۽ اُن ۾ باغ به پوکايائين. ناصر خسرو، سن 437هه/1046ع ۾ غزنوي خاندان جي جاءِ نشين، ايران جي سلجوق خاندان جي حاڪم، سلطان تغرل بيگ جي حڪومت ۾ به ساڳئي عهدي تي فائز رهيو. ان ڪانپوءِ خراسان جي امير، جهانگير بيگ وٽ پڻ ساڳئي عهدي تي رهيو.

انهن ئي ڏينهن ۾ سندس ملاقات اسماعيلي عقيدي جي هڪ وڏي عالم ۽ داعي، مُعي في الدين الشيرازي (1000ع-1078ع) سان ٿي ۽ اُن داعيءَ سان گڏ هو فاطمي خلافت جي مرڪزي شهر 'القاهره' پهتو ۽ اُتي مصر جي اٺين فاطمي خليفي ۽ اسماعيلي عقيدي جي ارڙهين امام سيدنا مستنصربالله (1035ع-1094ع) جي درٻار ۾ حاضر ٿيو ۽ امام مستنصربالله جي تعليم طرف مائل ٿيو. هو ٽي سال امام مستنصربالله جي درٻار ۾ موجود رهيو. انهيءَ عرصي دوران، هن بزرگ کي اسماعيلي فڪر جي دعوت ڏيڻ جي تعليم ڏني وئي.

انهيءَ زماني ۾ کيس حج بيت الله جي بشارت نصيب ٿي ۽ پوءِ هن حج ۽ مڪه مڪرمه ۽ مدينه منوره جي زيارتن تي وڃڻ جي تياري ڪئي. انهن پاڪ زيارتن ڏانهن ويندي 19000 ڪلوميٽرن جو فاصلو طي ڪرڻ ۾ کيس ست سال (يعني 1046ع-1052ع تائين) لڳي ويا. پنهنجي انهيءَ سفر کي هن پنهنجي مشهور سفرنامي ۾ قلمبند ڪيو آهي. جيڪو ڪتاب يارهين صديءَ عيسويءَ جي مسلم رياستن ڪانسواءِ، اسماعيلي طريقي جي دعوت جي بيان جي باري ۾ اڄ به مستند تاريخي دستاويز جي حيثيت رکي ٿو.

هن کي اسماعيلي دعوت جي سلسلي ۾ جيڪي مشڪلاتون درپيش آيون ۽ جيڪي اذيتون سهڻيون پيئون، اُنهن جو ذڪر به پنهنجي هن سفرنامي ۾ ڪيو اٿس. سندس سفرنامي جي اهم خوبي اها به آهي ته اُن ۾ ڪم آندل ٻوليءَ، اُسلوب بيان ۽ عبارت آرائي اهڙي آهي، جو لڳ

پڳ هڪ هزار سالن جي وڏي عرصي گذري وڃڻ جي باوجود، فارسي ٻوليءَ جا ڄاڻو اهو سفرنامو آسانيءَ سان پڙهي سگهن ٿا.

هن بزرگ چار ڀيرا حج بيت الله شريف جي سعادت حاصل ڪئي ۽ اُتي ارڪانِ اسلام جي ادائگيءَ ۾ گهڻو پرجوش رهيو.

سندس سوانح نگار لکن ٿا ته: ”هو سن 1050ع ڌاري قاهره ڇڏي حجاز ويو، اُتان ايراني نار واري علائقي ۾ ڪجهه عرصو رهڻ کانپوءِ عراق هليو ويو، جتان سن 1060ع ۾ پنهنجي وطن بلخ ۾ پنهنجي رهائش گاهه تي واپس پهتو. سن 1060ع ۾ سندس علائقي جي ڪن سني عالمن کيس ڪافر (Heretic) قرار ڏنو ۽ سندس ڳوٺ وارو گهر تباهه ۽ برباد ڪري ڇڏيو. کيس قتل ڪرڻ جي ڌمڪي به ڏنائون. انهيءَ ڪري هو اُتان نڪري هندوڪش جبلن جي اُتر-اوڀر طرف تاجڪستان جي بدخشان صوبي جي پهاڙي علائقي ۾ اَمو درياهه (Oxus River) جي شاخ تي آباد بستيءَ ’يمگان‘ ۾ آيو ۽ اُتي ئي قيام ڪيائين.“ مورخن جي راءِ موجب اُتي ئي سن 1090ع (ڪي 1088ع به لکن ٿا) ۾ پنهنجو دم ڏٺيءَ جي حوالي ڪيائين. پوءِ اُتي ئي فيض آباد جي ويجهو ’جرم‘ نالي بستيءَ ۾ هڪ پهاڙيءَ تي سندس مقبرو تعمير ڪرايو ويو. تاجڪستان جي بدخشان صوبي، افغانستان جي واخان پٽيءَ ۽ اُترين علائقن ۾ سندس مريد ۽ معتقد کيس احترام وچان ’پير‘، يا ’شاهه سيد‘ جي لقب سان سڏيندا آهن. سندس مقبري کي هن علائقي ۾ ’حضرت سيد‘ جي نالي سان سڏيو ويندو آهي.

يمگان ۾ رهائش واري زماني ۾ هن، موجوده پاڪستان جي اُترين علائقن گلگت، هنزا نگر، بالتت، چترال، ياسين، اشڪومن واري سرحدي خطي ڪانسواءِ واخان پٽيءَ ۽ تاجڪستان ۾ سون جي تعداد ۾ ڳوٺن ۽ بستين ۾ اسماعيلي فڪر جي دعوت ڏني. هن وقت به اُتر- اولهه چترال ۾ ’شڪوهه‘ نالي بستيءَ ڪانسواءِ ’ياسين‘ ۽ تاجڪستان ۾ هن بزرگ جا آستان موجود آهن، جتي پاڻ دعوت واري سفر دوران قيام ڪيو هئائين. اهي مقام اڄ به سندس پوئلڳن ۽ معتقدن لاءِ زيارت جا آماجگاهه آهن.

گلگت-بلتستان جو گورنر پير ڪرم علي شاهه، سيدنا پير ناصر خسرو جي ياسين واري آستان جي سجاده نشين جو اولاد آهي ۽ هن وقت پير ناصر خسروءَ جي ياسين واري آستان جو سجاده نشين آهي.

پير ناصر خسرو شاعر ۽ ڪيترن ئي ڪتابن جو مصنف هو شاعريءَ ۾ سندس ديوان 15000 شعرن تي مشتمل آهي. سندس شاعري، مناقب، نعت ۽ حمد و ثنا تي مشتمل آهي. سندن ديوان کي انگريزي زبان ۾ پي.ايل ولسن ۽ جي.آر آڏواڻيءَ 1977ع ۾ ترجمو ڪيو هو. ديوان ڪانسواءِ سندس هيٺ ڄاڻايل ڪتاب، علمي، ادبي، سائنسي ۽ ديني موضوعن تي دنيا ۾ وڏو مقام رکن ٿا. سندس انهيءَ علمي خدمت جي ڪري کيس ’حڪيم‘ جي لقب جي اعزاز سان نوازيو ويو.

(1) سفرنامه (Travelogue)
(2) گشائش و رهايش (Unfettering and Free Settling)
(3) جامع الحڪمتين (Uniting The Two Wisdoms)
(4) خوان الاخوان (The Feast of The Brethren)
(5) شش فصل (Six Chapters, i.e. The Prose Rawshanai-Nama)
(6) عجائب الحساب و عزائب الحساب
(7) وَجهه الدين (The Face of Religion)
(8) زاد المسافرين (The Pilgrims Provisions)
(9) روشنائي نامه (The Book in Enlightment)
(10) سعادت نامه (The Book of Happiness)

آخر ۾ سندس شاعريءَ جو نمونو به پيش ڪجي ٿو:

نشيده اي ڪه زير چناري ڪدو بني،
بررست وبردويد برو بر به روز بيست؟
پرسيد از آن چنار ڪه تو چند ساله اي
گفتا دويست باشد و اڪنون زيادتي است.
خنديد از و ڪدو ڪه من از تو به بيست روز،
برتر شدم بگو تو ڪه اين ڪاهلي ز چيست.
اورا چنار گفت ڪه امروز اي ڪدو،
باتو مرا هنوز نه هنگام داوري است.
فردا ڪه برمن وتو وزد باد مهرگان
آنگه شود پديد ڪه از ما دو مرد ڪِست.

سندس ديوان ڪيترن ئي موضوعن ۽ مضمونن تي مشتمل آهي. اُنهن مان ڪي مضمون هي آهن:

نعت، حمد و ثنا، فضائل اهلِ بيت، مناقب، اطاعت امام، دنيا، نيڪ اعمال ۽ نيڪ اعمالن طرف رهنمائي، دين ۽ علمِ دين، دنيا ۽ حقيق، دنيا جي ثباتي، علم ۽ اُن جي فضيلت، تحقير دنيا، دين تي عمل ڪرڻ جون نصيحتون، زمانو زندگي، عبادت، تقويٰ، شيطان کان دور رهڻ ۽ صراط المستقيم جي باري ۾.

**پير نبي شاهه بخاري**رح: هن بزرگ جي مزار شڪارپور جي نبي شاهه محلي ۾ آهي. فقيرن جي مطابق هي بزرگ مدينې شريف کان تبليغ جي واسطي شڪارپور ۾ آيو. مزار جي لڳ جامع مسجد



آهي، جا به سنڌس ناليءَ سان سڏجي ٿي. چيو وڃي ٿو ته هن بزرگ اها مسجد تعمير ڪرائي، جنهن ۾ ويهي درس و تدريس ۽ تبليغ جو ڪم ڪندو هو.

رجب مهيني جي 13 تاريخ تي هر سال هن پير تي ٽي ڏينهن ميلو لڳندو آهي، وچين ڏمال تي سيد حاجن شاهه ماڙيءَ وارو پڻ ايندو هو. هن ميلي ۾ ننگر نياز کان علاوه راڳ جي محفل پڻ ٿيندي آهي، جنهن ۾ فنڪار عارفاڻو ڪلام ڳائيندا آهن. حضرت پير نبي شاهه بخاريؒ جون ڪيئي ڪرامتون پڻ مشهور آهن. پاڻ عالم ۽ ولي هو. سنڌس مزار جي پويان سنڌس همشيره بي بي سائڻ جي مزار آهي. مزار جي بلڪل آمهون سامهون ٿلهي تي سنڌس فقيرنڪر شاهه بادشاهه جي مزار آهي، جنهن لاءِ چيو وڃي ٿو ته اهو به ساڻس گڏ آيو هو. هن بزرگ جي نالي جي نسبت سان هي محلو ئي نبي شاهه محلو سڏجي ٿو. محمد اسحاق عرف دادن فقير ٿهيم هن مزار جو خاص خدمتگار هو، جو تازو 17 فيبروري 2011ع تي گذاري ويو آهي.

**پيغمبر پاڪ ﷺ جون نياڻيون** (ڪتاب): هي ڪتاب عبدالرحمان جتوئي ۽ عبدالجبار 'عبد' جي گڏيل تصنيف آهي. 1997ع ۾ 'سنڌي ساهت سوسائٽي سنڌ شڪارپور-لاڙڪاڻو طرفان ڇپجي مارڪيٽ ۾ آيو. هن ڪتاب جو مقدمو مشهور عالم ۽ اديب مولانا محمد رمضان ڦلپوٽي لکيو آهي. هن ڪتاب ۾ نبي ڪريم صلي الله عليه وسلم جن جي پيارين نياڻين: (1) حضرت بي بي زينب رضي الله عنها، (2) حضرت بي بي رقيه رضي الله عنها، (3) حضرت بي بي ام ڪلثوم رضي الله عنها ۽ (4) حضرت بي بي فاطمه الزهرا رضي الله عنها جن جي سيرت پاڪ نهايت ادب ۽ احترام سان دلچسپ انداز ۾ ڏني وئي آهي ۽ نبي ڪريم صلي الله عليه وسلم جن جي فرزند حضرت ابراهيمؓ جي پڻ سيرت پاڪ ڏني وئي آهي. آخر ۾ هڪ ضميمو پڻ ڏنو ويو آهي، جنهن ۾ بنات رسول جو شان بيان ڪيو ويو آهي. رنگين ۽ پڪي ٽائيٽل سان 120 صفحن تي مشتمل ڊيمي سائيز جي هن ڪتاب جي قيمت 35 روپيا جاڳايل آهي.

**پيڻ سولهه** White or Rossy Pelican /Pelecanus Onocrotallus: 180 سينٽي ميٽر جسامت واري هن وڏي پکيءَ جا نر ماد هڪجهڙا هوندا



آهن. پر چمڪدار گلابي ۽ اڇا ٿين ٿا. جنهن ۾ ڪٿي ڪٿي ڪاريون ريکائون آهن. خاص ڪري پرن جي ڪنين جي ٻاهرئين ڪناري تي ڇهري تي چٽا. ٽنگون ۽ پير هيڊا گلابي ٿيندا آهن. سولهه پيڻ جي چهنب ڊگهي ۽ وات سان هيڊي رنگ جي ٿيهلي هوندي آهي، جنهن ۾ شڪار يا غذا جمع ڪرڻ ڪانپوءِ پاڻي هاري ڇڏيندو آهي ۽ غذا ڳهي ويندو آهي. ٻچن جو رنگ صاف اڇو هئڻ بدران ڇٽن وارو ناسي يا ميرانجهڙو اڇو هوندو آهي. اڏامڻ مهل تمام ڊگهي ٿيلهي دار چهنب اڳتي نڪتل هوندي اٿس ۽ وڏا پر ڦڙڪائيندو، سڌي اڏار اڏامندو آهي.



# ج

**جاگيراڻي، سرتاج**: سنڌ جي نوجوان شاعر سرتاج جاگيراڻيءَ جو جنم 15 نومبر 1966ع تي محمد نواز جاگيراڻيءَ جي گهر ۾، ڳوٺ گل محمد جاگيراڻي، لڳ ميان شاهل محمد، تعلقي قمبر ۾ ٿيو. مئٽرڪ 1984ع ۾ گورنمينٽ ميونسپل هاءِ اسڪول لاڙڪاڻي مان، انٽر 1986ع ۾ گورنمينٽ ڊگري ڪاليج لاڙڪاڻي مان ۽ گريجوئيشن شاهه لطيف يونيورسٽي خيرپور ميرس سان خانگي طرح ڪيائين.



سرتاج جي شاعريءَ ۾ سادگي، نفاست ۽ حساسيت جو خوبصورت امتزاج ملي ٿو. فني ۽ فڪري طرح پختي آهي، جنهن ۾ پيار جي ذڪر سان گڏ سماج جي فرسوده روايتن جي ننڊا شامل آهي. سندس شاعريءَ جا ٽي ڪتاب: (1) 'سپني ۾ سنسار' (2001ع)، (2) 'اکين جي شهر ۾' (2010ع) ۽ (3) 'درد جو هجوم' (2013ع) ڇپجي چڪا آهن.

سرتاج جاگيراڻي سنڌي ادبي سنگت شاخ ڪراچيءَ جو جوائنٽ سيڪريٽري ۽ سنڌي ادبي سنگت شاخ لاڙڪاڻي جو ڪائونسلر به رهي چڪو آهي. عملي زندگيءَ ۾ هي سنڌ پوليس ۾ سب انسپيڪٽر آهي.

**جاگيراڻي، مير محمد نورنگي**: مولانا مير محمد ولد محمد هاشم جاگيراڻي بلوچ، 18 شوال 1274ھ/1866ع تي ڳوٺ راضي ڳوري ۾ جنم ورتو. ابتدائي تعليم والد کان ورتائين، بعد ۾ پير ڳوٺ تعلقي قنبر جي مولوي عبدالله ۽ مولوي فيض محمد هيرواري وٽان فارسي پڙهيو. علم صرف و نحو ۽ منطق جي تعليم ڳوٺ ابڙا مان مولانا محمد اسماعيل وٽان حاصل ڪيائين. ڪجھ ڪتاب مولوي عبدالله بنگل ديرائي ۽ مولوي غلام محمد آگري وٽ به پڙهيو. پني عاقل ۾ مولانا قمر الدين انيڙ وٽان منطق جو درس ورتائين. مولانا مير محمد هڪ وڏو عالم ۽ مدرس ٿي گذريو آهي. هيءُ نيڪ سيرت انسان هو. ڪيس پنهنجو هڪ وڏو ڪتب خانو هوندو هو، جنهن ۾ عربي، فارسي، اردو ۽ سنڌي ڪتاب هزارن جي تعداد ۾ موجود هئا، تن ۾ ڪيترائي قلمي صورت ۾ پڻ هئا. مولوي مير محمد پنجيتاليهه ورهيه درس و تدريس ڏنو. 76ورهين جي ڄمار ۾ جمعي رات 10 محرم الحرام 1361ھ مطابق 1942ع تي وفات ڪيائين. سندس مزار نورنگ واهه ڳوٺ جي قبرستان ۾ موجود آهي.

**جالڻ جهانگين ساڻ** (ڪتاب): شاعريءَ جو هي مجموعو خادم حسين ابڙي جي تخليق آهي. هن ڪتاب جي صفحي 11 کان 84 تائين شاعر پنهنجي مختصر آتم ڪٿا پيش ڪئي آهي. ڪتاب جو مهاڳ ڊاڪٽر محمد علي مانجهيءَ لکيو آهي ۽ مصنف پنهنجي ڪتاب جي ارپنا ايم. آر. ڊي تحريڪ دوران ڳوٺ پنهل چانڊيو ۾ شهيد ٿيل بهادر سنڌين جي نالي ڪئي آهي. هن مجموعي ۾ غزل ۽ بيت شامل آهن. ڪتاب جي آخري ڪجھ صفحن تي سنڌ سان لاڳاپيل اهم ڏهاڙن/ڏڻن جو تاريخ وار تفصيل به ڏنو ويو آهي. رنگين ٽائيٽل، پڪي جلد ۾ ڇپيل هي ڪتاب 404 صفحن تي مشتمل آهي، جيڪو پارس پرنٽنگ ايجنسي حيدرآباد، ڊسمبر 2010ع ۾ ڇپايو آهي. ڪتاب جي قيمت 200 روپيا آهي.




**جامع مسجد پريالوءِ**: هيءَ مسجد قديم يادگار آهي، جنهن کي جديد طرز تعمير سان هم آهنگ ڪري مرمت ڪيو ويو آهي. هيءَ جامع مسجد پهريون پيرو 600ھ/1203ع ۾ تعمير ٿي، جنهن کي بعد ۾ مسجد جي پيش امام 1358ھ/1939ع ۾ نئين سري وڏو ڪري تعمير ڪرايو. مسجد تعلقي ڪنگري، ضلعي خيرپور ميرس جي شهر پريالوءِ ۾ واقع آهي. هن وقت مسجد جي حيثيت جامع مسجد واري آهي، جتي وڏي انگ ۾ نمازي نماز پڙهن ٿا. نئين عمارتسازي توڙي مرمت ڪرڻ دوران مسجد جي تاريخي حيثيت ۽ تاريخي ڏيک جو چڱو خيال رکيو ويو آهي. مسجد جي پرپاسي ۾ هن وقت شهر جي ڳتيل آبادي آهي. مسجد انگريزي اکر 'U' جي صورت ۾ تعمير ٿيل آهي. اڱڻ ۾ ماربل جي فرشبندي ڪئي وئي آهي. مهاڙي ۾ ورانڊي جا نوونگاوان ڪليل لنگهه ڏنل اٿس، جن مان وچ وارو لنگهه ڪي قدر وڏو آهي. وچ واري لنگهه جي ٻنهي پاسن کان منارا آهن، جن جي وچ ۾ هيڙ ٻني وٽ تاج جڙي بيهي ٿو. مسجد جي مرڪزي



هجري کي بہ ورانديَ مان چار دروازا آهن، جيڪي چوڪاٺي سميت ڪاٺيءَ جي طاقن وارا آهن. ورانديَ ۾ پاسن کان تعمير ٿيل حصن جي ڇت مسجد جي مرڪزي هجري کان هيٺ آهي. ورانديَ وارو حصو پوءِ جي وڌايل تعمير آهي. مسجد جي مرڪزي عمارت جي مهاڙي ۾ لنگهہ واري دروازي جي مٿان وچ تي تاج ٺهيل آهي، جنهن جي ٻنهي پاسن تي مينار آهن ۽ وچ تي ننڍن مينارن سان نمائشي گنبذ آهي. عمارت جي چئني ڪنڊن تي مينار آهن. وچ تي اٺڪنڊن ڳچن مٿان ٿي ساڳي نموني جا گنبذ آهن، جن تي ابتي ڪوٽي جي گلن مٿان نيلون نصب آهن. مسجد تي سفيد رنگ ڪيل آهي. اندران پڻ سادي پر شاندار چٽسالي ڪيل اٿس.

**جان محمد عباسيءَ جو مقبرو:** هي مقبرو تعلقي گمبٽ ۾ واقع آهي. ميان جان محمد عباسي ٻورڙي، تعلقي ڪڪڙ، ضلعي دادوءَ جو رهواسي هو. مشهور تعليمدان، استاد ۽ سماج سڌارڪ ٿي گذريو آهي. هن سائين جي. ايم سيد کي پڻ پڙهايو هو، جنهن جو ذڪر سائين جي. ايم سيد پنهنجي ڪتاب ’جنب گذاريم جن سين‘ ۾ ڪيو آهي. ميان جان محمد عباسي پنهنجي وقت ۾ تعليم جي سلسلي ۾ وڏيون خدمتون سرانجام ڏنيون. هن ٻہ ڪتاب ’ديوان فدا‘ ۽ ’بحث مسلم تناسخ‘ تحرير ڪري ڇپرايا.



ميان جان محمد عباسيءَ جو مقبرو سنڌو درياهہ جي ڪپ تي نانڪ يوسف جي درگاهہ کان ڏهن ڪلوميٽرن جي پنڌ تي آهي. هي مقبرو ميان دوست علي خان عباسيءَ تعمير ڪرايو. هن مقبري ٺهرائڻ لاءِ رازا خاص طور لاهور کان گهرايا ويا هئا. مقبرو پڪين سرن تي گچ گاري سان اوساري ڪيل آهي. اڱڻ ۾ قبرن جو ميڙ آهي، جيڪي ڪافي اڳاٽيون آهن. مقبرو پيڙهہ کان ڪاڇي ويو آهي. باقي عمارت تي ڪيل جنسار ۽ رنگ روغن اجا قائم آهي. مهاڙيءَ ۾ چوڪاٺي سان ڪاٺ جو دروازو اٿس، جنهن جي مٿان ڪالم ڪڍي، تاج ۽ لينٽر جي وچ تي نمائشي ونگائون محراب ٺاهيو ويو آهي. مهاڙي ۾ پاسن کان ڪالم ڪڍيا ويا آهن. پيڙ ہني جي وچ تي تاج آهي، جنهن جي ٻنهي پاسن تي نيلون آهن. پيڙ ہني تي ڪنگريون ٺهيل آهن، جڏهن تہ چئني ڪنڊن تي ننڍڙا گنبذ ۽ انهن تي نيلون هنيون ويون آهن. اٺ ڪنڊي ڳچ تي گول سفيد رنگ جو گنبذ رکيل آهي. گنبذ تي ابتي ڪوٽي جي گل تي نيل آهي. مقبرو ٿلهي تي ٺهيل آهي. دڙي کي پاڻي جي سيمي سبب پيڙهہ کان کلر کائي ويو آهي.

مقبري اندر ميان جان محمد عباسي ۽ سندس ٽن پٽن ميان مهر علي، دوست علي، ريحان علي جون مزارون آهن. مقبري کي اندران تمام گهڻو جنسار ڪيل آهي، جيڪو پنهنجي وقت جي دلڪش عمارتسازي جو زنده مثال معلوم ٿئي ٿو. هيءُ مقبرو ڪنهن بہ طرح سرڪاري سنڀال هيٺ ڪونہ آهي. مقبري جي پر ۾ ميان جان محمد عباسي جي جوڙايل حويلي بہ آهي، جنهن کي چار ڪمرا آهن. حويليءَ جي عمارت پڪين سرن سان تعمير ڪيل آهي. پنج ونگاوان لنگهہ اٿس. حويلي پنهنجي وقت ۾ خوبصورت ترين عمارتن مان هڪ هئي، پر هينئر مڪمل طور اجڙجي وئي آهي. حويلي جي اڱڻ توڙي ورانديَ ۽ ڪمرن جو فرش اکڙي ختم ٿي ويو آهي. مقامي ماڻهو هن عمارت ۾ گاهہ وغيره سٿا ڪري رکن ٿا. حويليءَ تي ڪاشيگري جو پڻ ٿورو ڪم ٿيل آهي.

**جان محمد عباسيءَ جي مقبري واري مسجد:** هيءَ مسجد ميان جان محمد عباسيءَ جي مقبري جي پرسان تعلقي گمبٽ، ضلعي خيرپور ميرس ۾ واقع آهي. مسجد سندس مقبري جي پر ۾ دڙي تي آهي.



اگهه ۾ ڪجهه قبرون اٿس، جن جون بليون نئين سري ويجهڙائي ۾ سيمنٽ سان پلستر ڪيون ويون آهن. مقبري وانگر مسجد تي پڻ جنسار ڪيل آهي. پيڙهه چارئي پاسا ڪاچي وئي آهي، جنهن کي سيمنٽ سان بيهر مرمت ڪيو ويو آهي. مهاڙي ٽن طاقچن تي اٿس، جنهن مان وچ واري طاقچي ۾ حجري جو لنگهه آهي، جيڪو چوڪاٺي سميت ڪاٺ جو ٺهيل آهي. ٻنهي پاسن ڪان دريون اٿس. پاسن وارن طاقچن ۾ ڪالم ڪيدي نمائشي درين جا نمونا ڇڏيا ويا آهن. ڪنڊن تي ٿنڀڙيون ۽ انهن تي نيلون لڳل آهن. ڇت تي گنبذ گچ ڪانسواءِ ئي رکي تعمير ڪيو ويو آهي. مهاڙيءَ ۾ ٻنين نما ٿنڀڙين تي ڪنگريون هيون، جيڪي ڀڄي ڀري ويون آهن. جڏهن تہ ساڄي نموني جون ڪنگريون باقي ٻنهي پاسن ڪان سلامت بيٺيون آهن. مسجد پڪين سرن سان تعمير ٿيل آهي. فقط مهاڙيءَ ۾ چونو ٿيل اٿس، مقبري جو رنگ ماحول جي آلودگي ۽ برسات وغيره سبب ڦٽي ڪارسرو ٿي ويو آهي. چوڌاري زرعي زمين ۾ پوکي سبب مسجد جي ديوارن کي ڪلر ڪائيندو ٿو وڃي. مسجد قديم يادگار هئڻ سميت تعميراتي فن ۽ رٽ ۾ اعلىٰ نموني واري آهي.

**جاويد ٽاڪاڻي:** مشهور اداڪار ۽ ڊائريڪٽر جاويد اختر ’ناز‘ ولد محمد جان آڪٽوبر 1968ع تي ٽاڪاڻي، ضلعي ميرپور ساڪري نٿي ۾ جنم ورتو. فني دنيا ۾ جاويد ٽاڪاڻيءَ جي نالي سان مشهور آهي. انٽر تائين تعليم حاصل ڪيائين.



هن فني سکيا ريڊيو تي خليل چنا ۽ شيخ يونس جانيءَ ڪان ورتي، جڏهن تہ پي.ٽي.وي تي انور سولنگي، دلشاد سهتي ۽ صابر قريشي ڪان رهنمائي ورتائين. هن اسٽيج تي اچڻ جو آغاز 1990ع ۾ ڪيو. جاويد 100 ڪان مٿي اسٽيج ڊراما ڪيا آهن ۽ 500 ڪان وڌيڪ مختلف اسٽيج شو پڻ ڪري چڪو آهي. پي.ٽي.وي تي اعجاز عليم عقيلي جي رهنمائيءَ ۾ بہ رهيو.

جاويد ٽاڪاڻي 100 ڪان وڌيڪ ڊرامن ۽ 20 ڪن فلمن ۾ اداڪاري ۽ ڊائريڪشن پڻ ڪئي آهي. ان ڪانسواءِ هي ريڊيو تي 1990ع ڪان 2000ع تائين مسلسل 10 سال هڪ پروگرام ’گڙڪو ڦڙڪو‘ ڪيو. جيڪو ٻڌندڙن ۾ تمام گهڻو مقبول ويو. ’انسانيت جا دشمن‘، ’نالائق‘، ’دبنگ‘، ’دشمني‘، ’ڪرنٽ ارجنٽ‘، ’گرو گجني‘، ’اينٽرو جينٽرو سهه ساڪرو‘، ’سيلو سپرمين‘ ۽ روشني وغيره ۾ بهترين اداڪاري ڪيائين. ڪيس فني ميدان طور ڪيترائي اوارڊ ملي چڪا آهن. جن ۾: ’گورنر اوارڊ‘، ’شاهين اوارڊ‘، ’سٽي اوارڊ‘، ’ٻئائي اوارڊ‘، ’شهيد بينظير اوارڊ‘، ’PBC 2002 ايڪسيلنس اوارڊ‘ ۽ ٻيا ڪيترائي شامل آهن. هي ڪيترين ئي سياسي ۽ سماجي تنظيمن سان بہ لاڳاپيل آهي. هن وقت مهراڻ ٽي.وي حيدرآباد تي ڪم ڪري رهيو آهي.

**جائفل** (Nutmeg): هيءَ گرم مصالحي طور استعمال ٿيندڙ پسارڪي وکر جو وڻ آهي، جنهن کي انگريزيءَ ۾ True Nutmeg ۽ نباتاتي زبان ۾ Myristica Fragrans چيو ويندو آهي. هن وڻ جو تعلق Myristicaceae خاندان سان آهي.



هي سدا بهار ٻج وارو وڻ نيو جينينا، پينانگ، مالايان، پيننسولا، مالابار ۽ آمريڪا جي ڪجهه گرم علائقن ۾ ٿئي ٿو ۽ دنيا جي تقريباً سمورن ملڪن جن ۾ پاڪستان بہ اچي ٿو برآمد ڪيو وڃي ٿو. هن وڻ ۾ ٿيندڙ ميوو مختلف ڪاڌن ۾ خوشبوءِ ۽ ذائقي لاءِ استعمال ڪيو ويندو آهي، خاص ڪري ننڍي کنڊ ۽ سنڌ ۾ مصالحي دار ڪاڌن جو لازمي جزو آهي. هن جي ڦر کي پڻ جائفل چيو وڃي ٿو. جيڪو بيضوي شڪل جو سچي سوپاريءَ جهڙو ٿئي ٿو. جائفل جي مٿين سطح ڀوري رنگ جي ۽ اندريون حصو زعفراني ڳاڙهي رنگ جو ٿئي ٿو. هيءَ ڦر گهري ناسي رنگ جي کَل اندر هوندو آهي، جيڪا ٿوري سخت هوندي آهي، جڏهن تہ کَل جي مقابلي ۾ جائفل نرم ٿئي ٿو. هن جو تاثير گرم ۽ خوشبو تيز ٿئي ٿي. هن مان پيڙيل تيل اڇو ۽ پاڻيءَ ڪان بہ هلڪو ٿئي ٿو. جيڪو پڻ طب ۾ استعمال ڪيو ويندو آهي.

**جبار ’تاثير‘ سومرو:** ناميارو شاعر جبار ’تاثير‘ ولد محمد ادريس سومرو، 15 جون 1953ع تي نصير آباد ۾ ڄائو. ابتدائي تعليم پنهنجي شهر مان ورتائين. گورنمينٽ هاءِ اسڪول ميهڙ مان مئٽرڪ ڪري، دادوءَ جي گورنمنٽ ڊگري ڪاليج مان انٽر، بي. اي ۽ ايم. اي (اسلامڪ ڪلچر) جا امتحان پاس ڪيا. ان بعد گورنمنٽ ڪاليج لاڙڪاڻي مان ايل. ايل. بي ۽ سنڌ يونيورسٽيءَ مان بي. ايڊ جي ڊگري ورتائين. ’ماسٽر آف ڊرائنگ‘ جو ڪورس پاس ڪري 1971ع ڌاري گورنمنٽ هاءِ



اسڪول جوهيءَ ۾ ڊرائنگ ٽيچر مقرر ٿيو. عملي زندگيءَ ۾ هن مختلف شهرن ۾ خدمتون سرانجام ڏنيون ۽ 2013ع ۾ سينيئر ڊرائنگ ماسٽر جي حيثيت سان رٽائر ٿيو.

جبار 'تاثير' شاعريءَ جو آغاز ننڍپڻ کان پنهنجي مامي ۽ نامياري شاعر اسحاق راهيءَ جي رهنمائيءَ ۾ ڪيو. نشتر ناٿن شاهي، احمد خان مدهوش، م. ن محزن ۽ ٻين شاعرن جي صحبت ۾ رهيو. سندس شاعري ۽ نثري تخليقون سنڌ جي مختلف اخبارن ۽ رسالن ۾ ڇپيل آهن. سندس شاعريءَ جو هڪ ڪتاب 'آس جا ڏيئا' ڪنول پبليڪيشن قنبر 2013ع ۾ شايع ڪيو آهي. هن نصير آباد شهر ۾ 'اسحاق راهي ادبي فورم' به قائم ڪيو آهي، جنهن جو صدر آهي.

**جتي ستي جمال شاهه:** روايت آهي ته جمال شاهه الله لوڪ بزرگ هو. هن مجرد زندگي گذاري، سموري زندگي شادي نه ڪيائين. جنهن ڪري ان کي جتي ستي چوندا هئا. جتي ستي جمال شاهه جي مزار مرڪپور جي اتر اولهه طرف دادو ۽ جوهي روڊ جي ڏکڻ طرف آهي. سندس نالي سان اتي مقام آهي. جتي ستي جمال شاهه جي مزار هڪ دڙي تي آهي، مٿان ڇاپرو اڏيل اٿس. چوڌاري ڪبرن جا وڻ اٿس.

**ڄَٽائون:** وارن جون چڳون، ڏڳا ڳُتيل ۽ منجهيل وار، جيڪي گهڻو ڪري جوڳين جا هوندا آهن. ٻڙ جي وڻ جون لامون جيڪي زمين ۾ پاڙون هٽنديون آهن، انهن پاڙن کي به ڄٽائون چئبو آهي ۽ ڪي ان کي ٻڙ جي ڏاڙهي به چوندا آهن.

**جدولي حساب** (ٻارن لاءِ ڪتاب): هي ڪتاب، نوجوان اديب احسان لغاريءَ ترتيب ڏنو آهي ۽ ان جي نظرثاني بزرگ اديب ۽ دانشور محمد ابراهيم جويي ڪئي آهي. هي ڪتاب پڙهي، ڪيترا وڏيءَ عمر وارا پنهنجي ماضيءَ ۾ ضرور گم ٿي ويندا،




ڇو ته هن ڪتاب ۾ ماپ، تور، تعداد ۽ مقدار لاءِ ڪتب ايندڙ لفظ ۽ اصطلاح ماضيءَ جا يادگار آهن. اهي لفظ هاڻي ختم ٿي رهيا آهن ۽ رڳو 'پهاڪن ۽ چوڻين' ۾ وڃي رهيا آهن. ماضيءَ ۾ هن قسم جا زباني حساب عام هوندا هئا. جن جي نئين نسل کي ڄاڻ ئي نه آهي. هن ڪتاب شايع ڪرڻ جو مقصد نئين نسل کي ماضيءَ جي لفظن ۽ اصطلاحن جي ڄاڻ کي محفوظ ڪرڻ آهي. هن ڪتاب مان مائٽ ۽ استاد ڄاڻ حاصل ڪري پنهنجي ٻارن ۽ شاگردن کي سکيا جي ان طريقي سان گهڻو ڪجهه سيکاري سگهن ٿا.

هي ڊيمي سائيز جي 99 صفحن تي مشتمل ڪتاب، سنڌي لئنگئيج اٿارٽيءَ، 2013ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو آهي ۽ ڪتاب جي قيمت 100 روپيا آهي.

**جڏهن تون ڪلين ٿي** (ڪتاب): هي ڪتاب عربي ادب جي مشهور رومانوي ۽ مزاحمتي شاعر نزار قاباني جي نظمن جي مجموعي جو سنڌي ۾ ترجمو ڪيل آهي، جيڪو نوجوان ڪهاڻيڪار ۽ شاعر اختر حفيظ ڪيو آهي.




119 صفحن تي مشتمل هن ڪتاب جي قيمت 120 روپيا ڄاڻايل آهي.

هي ڪتاب روشني پبليڪشن پاران ڇپرايو ويو آهي.

**ڄراڙ:** مرد جو نالو. سنڌ جي هڪ نيم تاريخي عشقيه داستان 'بونا ڄراڙ' جي مکيه ڪردار جو نالو آهي. ڄام ڄراڙ سمو هو ۽ آڳاٽي وقت ۾ سنڌ جي ڪنهن حصي تي حڪومت ڪندو هو ۽ بونا پڻ بادشاهي گهراڻي جي خوبصورت شهزادي هئي. هن داستان ۾ ڄراڙ مرد (عاشق) ۽ بونا عورت (معشوق) آهي. (وڌيڪ ڏسو: بونا ڄراڙ، جلد پهريون).

**جسمان اوڏڻ:** هيءَ هڪ لوڪ ڪهاڻيءَ جو ڪردار آهي، جنهن ڪيتريون اڻ ٿيڻيون ۽ عقل کان بعيد ڳالهيون آهن، پر جيئن ته اها ڏند ڪٿائي ڪهاڻي سنڌ ۾ عام مروج رهي آهي ان ڪري هتي ڏجي ٿي.

جسمان اوڏڻ، راجا رتنپال جي پياري راڻيءَ جو نالو هو. هڪ ڏينهن راجا رتنپال جي محل پرسان بازيگرن جي تماشي ۾ هڪ سندر ناچڻي سندس ڳل کي هٿ لاتو. محل ۾ بيٺل راڻي جسمان اهو منظر ڏسي تمام گهڻو ڪاوڙجي پيئي. راڻيءَ ڪروڌ مان شهر ۾ سموريون روشنيون وسائڻ جو حڪم ڏنو. راجا راڻيءَ وٽ ويو ته راجا ڪائنس پڇيو تون مون سان ڇو نه ٿي ڳالهائين؟ راڻيءَ جواب ڏنو تو مون کي ڪوٽ ۾ بند ڪري رکيو آهي، اڄ آئون پنهنجو پاڻ کي ختم ڪري ڇڏينديس. راجا رتنپال راڻيءَ کي چيو تون جيئن چوندينءَ تيئن ڪندس، پر تون مرڻ جي ڳالهه نه ڪر. راڻيءَ چيو راجا مون کي وچن ڏي، راجا وچن ڏنو. ان کان پوءِ هو سندس چوڻ تي پنهنجو سامان ماڻڪيي گڏهه تي رکرائي، اوڏن جو سردار سڏائي وڃي. جيت نگر پهتو. جيت نگر جي راجا کي جسم تي ڪوڙهه هو. هن ڪوڙهه جو تمام گهڻو علاج ڪرايو هو، پر ان مرض مان ڪيس ڇوٽڪارو نه مليو. ڪنهن فقير، راجا کي چيو هو ته جيڪڏهن تون پنهنجي جسم جي وزن برابرّ ڏن توري ڌرم جي نالي تي ڪنهن تلاءَ ۾ اڇلائين ته تنهنجو جسم ڪنچن (سونو) ٿي ويندو. راجا پنهنجي وزير پليئي برهمڻ کي گهرائي، تلاءَ کوٽائڻ جو حڪم ڏنو. پليو برهمڻ تلاءَ کوٽائڻ لاءِ ماڻهن کي ڳولڻ نڪتو ڪيس اوڏن جو خيمو نظر آيو. جنهن ۾ راجا رتنپال ۽ جسمان راڻي موجود هئا. پليئي برهمڻ جي نظر جيئن جسمان راڻيءَ تي پيئي ته سندس حسن ڏسي بيهوش ٿي ويو. بيلدار جسمان راڻيءَ کي چوڻ لڳا ته "هي راجا جو ماڻهو آهي، ان تي رحم ڪر، اهڙو ڪجهه ڪر جو هيءُ هوش ۾ اچي وڃي." تڏهن جسمان راڻيءَ پنهنجي اک جو ڳوڙهو پاڻي پليئي برهمڻ جي منهن تي هنيو. پليئي برهمڻ کي

هوش اچي ويو. راڻيءَ کيس پنهنجي ڏرم جو پاءُ چوندي سڏ ڪيو. جسمان راڻي کيس پنهنجي مُنڊي لاهي ڏني ۽ پيرن جا ڪڙا لاهي ڏيندي چيو "هي منهنجي پاپيءَ کي ڏجان، اڄ کان تون منهنجو ڏرم جو پاءُ آهين." پليئي برهمڻ به چيو "هائو آئون تنهنجو پاءُ تون منهنجي پيڻ آهين." پلئي برهمڻ جيت نگر جي راجا کي وڃي خبر ڏني ته اوڏ اچي ويا آهن. اوڏن اجا اڌ تلاءُ کوٽيو هو ته راجا جو سمورو ڪوڙهه دور ٿي ويو. هن جو جسم سون وانگر چمڪڻ لڳو. پليئو برهمڻ راجا سان هر روز جسمان جي سندرتا جي ڳالهه ڪندو هو. ليڪن راجا کيس ٻڌو اڻ ٻڌو ڪري ڇڏيندو هو. هڪ ڏينهن راجا کيس پنهنجي 70 راڻين کي ڏسڻ جي ڪوٺ ڏني، جنهن موٽي اچي چيو ته راجا آئون توهان جي 70 راڻين کي ڏسي آيو آهيان. توهان ته پُل ۾ آهيو. جسمان راڻي ايتري ته خوبصورت آهي، جو توهان جون 70 راڻيون ان جي اک جي پلڪ جي برابري نٿيون ڪري سگهن. راجا سوچ ۾ پئجي ويو ۽ سندس من ۾ اهڙي سندر اوڏڻيءَ کي ڏسڻ جي خواهش جاڳي. پليو راجا کي گڏ وٺي تلاءَ تي ويو. جتي جسمان ڪم ڪري رهي هئي. راجا کيس ڏٺو ته موهت ٿي پيو. پليئي راجا جسمان راڻيءَ سان ڳالهائڻ ٿي گهريو. پر جسمان هن سان نٿي ڳالهايو. هڪ ڏينهن راجا جسمان کي ڪاوڙ مان چيو تو کي ايترو گهمنڊ آهي، پنهنجي مڙس سان ته اسان کي ملاءِ. جسمان پنهنجي مڙس بابت هن ريت ٻڌائڻ شروع ڪيو. "منهنجي ور جو نالو رتنپال آهي، هو سنواريو سردار آهي، ٻيا ته آس پاس جي مٽي کوٽين ٿا، منهنجو ور ته پاتار جي مٽي کوٽي ٿو. ٻيا ته صرف مڻ مٽيءَ جو کوٽين ٿا، منهنجو مڙس ته چار مڻ مٽي کوٽي ٿو."

راجا جسمان کي چيو ته تنهنجو مڙس ته ڪاري شڪاريءَ وانگر آهي ۽ تون مٿس ناز ٿي ڪرين. جسمان راجا کي سمجهايو ته الله تعالىٰ دنيا ۾ ٻن رنگن جا انسان ٺاهيا آهن. انسان ۾ گڻ هئڻ گهرجن. ڪاري رنگ ۾ ته ڪيئي گڻ آهن. جهان ۾ ڪارا ڪارا بادل وسي سيني کي خوش ڪن ٿا، دنيا ۾ ڪارا هاٿي فوجن جو سينگار ٿين ٿا. ڪارين مينهن جو کير سموري دنيا پيئي ٿي، ڪاري ڪٿوريءَ جي خوشبو ماحول کي گلزار بڻائي ٿي ڇڏي، ڪاري ڏاڙهي مردن لاءِ سينگار هوندي آهي. انهن سيني، ڪارين شين کي جيڪڏهن دنيا مان ڪڍي سگهين ٿو ته آئون به رتنپال کي ڇڏي ڏينديس.

راجا جسمان کي چيو. آئون انهن ڪارين شين کي دنيا مان ختم ڪرائي ڇڏيندس. تون به ڪاري رتنپال کي ڇڏي ڏجان. راڻيءَ کيس پڪ ڏني. راجا ۽ پليئي برهمڻ جون ڪاريون ڏاڙهيون هيون، ٻنهي هڪ ئي جهٽڪي سان ڇڪي راڻيءَ سامهون رکيون. راجا راڻيءَ کي چيو ته دنيا ۾ اڄ کانپوءِ ڪو به مرد ڪاري ڏاڙهي نه رکندو. جيتريون ڪاريون مينهيون آهن، سيئي مارائي ڇڏيندس، ڪارن هاٿين کي مارائي ڇڏيندس، بس رڳو هڪڙن ڪارن ڪڪرن کي آئون ڪجهه نٿو ڪري سگهان. جسمان راجا کي جواب ڏنو جهڙيءَ طرح تون ڪارن ڪڪرن کي ڪڍي نٿو سگهين، اهڙي ريت آئون به راجا رتنپال کي ڇڏي نٿي سگهان، هو منهنجو ڏڻي (ور) آهي.

پليئي ۽ راجا ٻنهي جون ڏاڙهيون خواه مخواه ختم ٿي ويون، ٻنهي جو منهن لهي ويو. اهو نظارو سمورا بيلدار ۽ راجا رتنپال ڏسي رهيا هئا. جسمان راڻي به سمجهي ويئي ته راجا جي من ۾ کوٽ آهي. سيني طئه ڪيو ته اسان کي اجائي جنگ جهيڙي ۾ ناهي پوڻو. تلاءَ جي کوٽائيءَ جو ڪم ختم ٿيڻ تي آهي، ڏينهن جو تلاءَ جي کوٽائي ڪنداسين ۽ رات جو سُرنگهه تيار ڪنداسين. جيئن سُرنگهه مان نڪري وڃون ۽ راجا کي پتو به نه پوي.

ڪجهه ڏينهن کانپوءِ تلاءَ جي کوٽائيءَ جو ڪم پورو ٿي ويو. تڏهن راجا وري جسمان وٽ آيو ۽ ان کي عرض ڪرڻ لڳو ته تون منهنجي دعوت قبول ڪر. جسمان راڻيءَ راجا کي چيو آئون تنهنجي دعوت قبول ڪنديس پر توکي به منهنجو هڪڙو شرط قبول ڪرڻو پوندو. راجا چيو ته تون جيڪو شرط رکندينءَ مون کي منظور آهي. جسمان راڻيءَ، راجا کي چيو. نوڪنڊي محل ۾ دعوت قبول ڪنديس، ان نوڪنڊي محل ۾ باغ هئڻ گهرجي، ان ۾ شيشو. پلنگ ۽ طوطو مينا هئڻ گهرجن ۽ ڪاڏي ۾ تترن جو گوشت هئڻ گهرجي، شام جو ستين وڳي آئون ان محل ۾ اينديس، صرف اڌ ڪلاڪ کانپوءِ هلي وينديس.

راجا جسمان جي شرط پوري ڪرڻ لاءِ نوڪنڊو محل تيار ڪرائي، ان ۾ باغ تيار ڪرايو. شيشو لڳرايو. طوطي مينا ۽ پلنگ سميت سموريون سٺيون شيون رکرايون. راجا پليئي برهمڻ سان گڏجي تترن جي شڪار لاءِ ويو. ڪيس سڄو ڏينهن تترن ڳولڻ ۾ گذري ويو. ليڪن تتر نه مليا، رات تائين راجا تتر ڳوليندو رهيو. هوڏانهن جسمان راڻي پنهنجي وعدي مطابق ستين وڳي محل ۾ آئي، ڏٺائين ته محل ۾ پلنگ به آهي، شيشو به لڳل آهي، طوطو مينا به ويٺل آهن. پر اتي راجا نه هو. نه ڪوئي راجا جو نوڪر. جسمان اتي اڌ ڪلاڪ ويهڻ جو وعدو ڪيو هو. هوءَ پلنگ تي ويهي راجا جو انتظار ڪرڻ لڳي. انتظار ڪندي ڪندي 15 منٽ گذري ويا. تڏهن جسمان اتي ويٺل طوطي کي چيو: اي نيري ڪنٺ وارا طوطا آئون تو کي ڌرم جو پاءُ بڻايان ٿي. منهنجو هڪڙو ڪم ڪجان. جڏهن راجا هتي اچي ته منهنجي ساک پرجان ته آئون هتي آئي هئس ۽ اڌ ڪلاڪ ويٺي هئس." طوطو ڏاڍو چالاڪ هو. جسمان راڻي جڏهن پلنگ تي ويٺي هئي تڏهن هو وڏي ڌيان سان راڻيءَ کي ڏسي رهيو هو. جسمان جي ڪانچوڙي جو رنگ سائو هو. طوطو سوچي رهيو هو ته راڻيءَ جي ڪانچوڙي جو رنگ ڪيترو نه سندر آهي، ڪاش منهنجو به رنگ اهڙو هجي ها. طوطي راڻيءَ کي چيو: تو مون کي پنهنجو پاءُ چيو آهي، پر پاءُ پنهنجي پيڻ جي ساک نه ڏيندو آهي. جيڪڏهن تون مون کي پنهنجو ڏير چوين ته آئون تنهنجي ساک ڏيڻ لاءِ تيار آهيان. تنهن تي راڻيءَ هائوڪار ڪئي. طوطي راڻيءَ کي چيو ته منهنجي من جي ڳالهه پوري ڪندينءَ؟ راڻيءَ وري به هائوڪار ڪئي.

طوطو چوڻ لڳو راڻي تنهنجي ڪانچوڙي جو رنگ مون کي تمام سٺو لڳي ٿو پنهنجي چاتيءَ تي ٿوري دير لاءِ مون کي ليٽڻ ڏين ته آئون راجا کي تنهنجي اڇڻ جي شاهدي ڏيندس. راڻيءَ سوچيو ته هي ويچارو پکي آهي، ان ۾ پاپ جي ڪا ڳالهه نه آهي. راڻيءَ طوطي کي پنهنجي چاتيءَ تي ليٽڻ جي اجازت ڏيئي ڇڏي. طوطو راڻيءَ جي ڪانچوڙي تي ليٽيو ۽ سفيد رنگ مان اُن جو رنگ سائو ٿي ويو. رڳو سندس چهنب سفيد رنگ جي رهجي ويئي. پنهنجي سفيد رنگ چهنب طوطي کي سٺي نه لڳي، هو جسمان راڻيءَ کي چوڻ لڳو، راڻي تنهنجي چپن تي جيڪا لالي لڳل آهي، ٿوڙي مون کي ڏيئي ڇڏ ته منهنجي چهنب لال رنگ جي ٿي ويندي، تڏهن راجا کي آئون تنهنجي شاهدي ڏيندس. راڻيءَ وري ان کي پکي سمجهي پنهنجي چپن تان ٿوڙي لالي ڪڍڻ جي اجازت ڏني. طوطي پنهنجي چهنب راڻي جي چپن تي رکي، پنهنجي چهنب کي ڳاڙهو ڪيو. پنهنجي سفيد رنگ جي چهنب کي ڳاڙهي ڏسي تمام گهڻو خوش ٿيو ۽ راڻيءَ کي چيائين ته هاڻي تو وڃين سگهين ٿي، آئون راجا کي هتي تنهنجي اڇڻ ۽ اڌ ڪلاڪ ويهڻ جي شاهدي ڏيندس.

جسمان راڻي، ويندي ويندي پنهنجي آگر مان مُنڊي لاهي طوطي جي ڳلي ۾ وجهي ان کي چيو ته هي منڊي نشانيءَ طور ڏيکاري راجا کي چئجان ته آئون هتي آئي هئس. محل ۾ موجود طوطي جي مينا سڄو لقاءُ ڏسي رهي هئي. جڏهن راجا محل ۾ آيو تڏهن مينا رڙيون ڪري ڪيس چيو ته راجا! تو جسمان راڻيءَ لاءِ لکين رپيا خرچ ڪيا، هيترا ڏک ڏنا، هن طوطي جي ڪري سمورا ضايع ٿي ويا. راجا پڇيو ڪيئن؟ مينا ٻڌايو ته راڻي هن پلنگ تي ويٺي هئي، طوطي راڻيءَ سان محبت ڪئي، هن جا ڪپڙا ڦاڙي ڇڏيا ۽ راڻي جي ڪانچوڙي جو سائو رنگ ۽ چپن جي لاليءَ جو ڳاڙهو رنگ ڪسي ورتو آهي. راجا کي طوطي تي تمام گهڻي ڪاوڙ آئي، پليئي کي طوطي جي سسي لاهي مارڻ جو حڪم ڏنائين. پليو برهمڻ هو، تنهنڪري چري نه هلائي سگهندو هو. ان هڪ انڌي کي حڪم ڏنو ته طوطي جو ڪنڌ وڍي ڇڏي. انڌو طوطي جي سسي وڍي رهيو هو، پر چري طوطي جي ڪنڌ ۾ پيل منڊي تي وهي رهي هئي. انڌي سمجهيو ته طوطي جي سسي وڍجي وئي آهي، تنهنڪري طوطي کي اڇلائي ڇڏيائين. طوطو اڇلائڻ سان ڦڙڪي ڪائي اڏامي ويو ۽ وڃي باغ ۾ ويٺو. راجا کي چوڻ لڳو مون کي ڏٺي سائينءَ بچائي ورتو آهي، منهنجي گلي ۾ جيڪا مُنڊي پيل آهي اها جسمان راڻيءَ تو لاءِ ڏني آهي. تو مون کي مارايو ٿي، پر آئون بچي ويو آهيان. هاڻي تون هن مينا کي مارائي ڇڏ ته آئون تو کي جسمان راڻيءَ جيڪو تو لاءِ سنيهو ڏنو آهي سو ٻڌايان. راجا پنهنجي هٿن سان مينا کي ماري اڇلائي ڇڏيو. طوطي راجا کي چيو ته جسمان راڻي هتي آئي هئي، ان توهان کي سلام ڏنا آهن ۽ نشانيءَ طور هي منڊي پڻ ڏني آهي، هتي هن پلنگ تي ويٺي هئي. هو پوري وقت تي آئي هئي ۽ اڌ ڪلاڪ هتي ويٺي رهي، توهين نه آيا تنهنڪري هوءَ واپس هلي ويئي. راجا همت نه هاري ۽ پليئي سان گڏ جسمان سان ملڻ لاءِ نڪري ويو.

هوڏانهن جسمان راڻي سيني بيلدارن کي سُرنگهه جي رستي نڪري وڃڻ جو چيو. پاڻ ماڻڪيي گڏهه کي پنهنجي ڪٽ تي سمهاري، سَوڙ وجهي لالٽين ٻرندي پرسان رکي، سرنگهه ذريعي نڪري ويئي. راجا ۽ پليو برهمڻ آيا، ڏٺائون ته ڪوئي ٻه ناهي. پليئي راجا کي چيو لڳي ٿو سيئي هليا ويا آهن، پر جسمان هتي سُتي پئي آهي. آئون ان جي سَوڙ کي سڃاڻان ٿو. آئون جسمان راڻيءَ جو ڌرم جو پاءُ آهيان، تنهنڪري آئون ان کي ننڊ مان جاڳايان ٿو. پليو برهمڻ جسمان جي ڪٽ وٽ ويو ۽ پيراندي وٽان بيهي چوڻ لڳو، راڻيءَ اٿي راجا بيٺو آهي. تنهن تي ماڻڪيي گڏهه پنهنجي پيرن کي گڏ ڪري پوري زور سان پليئي کي لت هڻئي. لت لڳندي پليئي جا اڳيان سمورا ڏند ڀڃي پيا ۽ رت ۾ ڳاڙهو ٿي ويو تنهن تي راجا تمام گهڻو ڏمريو. پليئي کي چوڻ لڳو طوطي جسمان ڪان سائو رنگ ڪنيو ۽ تون لال ٿي وئين ۽ آئون بنا رنگ جي رهجي ويس.

هوڏانهن جسمان راڻي، راجا رتن پال ۽ سيئي بيلدار سُرنگهه کي پار ڪري سمي بادشاهه لاکي جي نگريءَ ۾ پهتا. لاکي جي پاءُ جو نالو تماچي هو. جيڪو اڃان ڪنوارو هو. جنهن ڏينهن اهو پورو اٺالو اتي پهتو هو، ان ڏينهن سانوڻ جي تيج هئي. ان ڏينهن هندو عورتون هار سينگار ڪري لوڏ ۾ لڏنديون آهن. تماچي ٻه عورتن کي لوڏي رهيو هو، جڏهن جسمان راڻيءَ جو وارو آيو تڏهن تماچي ان کي ٻه لوڏاڻ لڳو. ان مهل جسمان جي منهن تان ٿورو پلو سُرڪيو ته ڪنوڻ ڪجڻ جهڙو اهاءُ ٿيو. تماچي سوچ ۾ پئجي ويو ته اهي نور جا تجلا ڪٿان اچي رهيا آهن. تماچي غور سان ڏٺو ته ڪيس خبر پئي ته جسمان راڻيءَ جي منهن تان پلو ڪسڪي ويو هو. راڻيءَ جي سندرتا ڏسي تماچي مٿس موهت ٿي پيو ۽ پريشان رهڻ لڳو. تماچيءَ جي ماءُ، پيءُ، ڀيڻ ۽ پاءُ سيئي سوچ ۾ پئجي ويا ته هن کي ڇا ٿيو آهي. جو پريشان رهي ٿو. سيني ان جو ڪارڻ پڇيو ته تماچي پوري ڳالهه ٻڌائي ۽ چيائين ته آئون ان سان ئي شادي ڪندس، نه ته مري ويندس. گهروارا چوڻ لڳا ته اسين سما آهيون، خانداني ماڻهو آهيون، جسمان ته اوڏڻ آهي، اسين ان کان ٻه سندر شهزاديءَ سان تنهنجي شادي ڪرائينداسون. پر تماچي ڪجهه ٻڌڻ لاءِ تيار نه هو. پليو برهمڻ ۽ جيت نگر جو راجا سرنگهه رستي اتي پهچي ويا ۽ راجا رتن پال سان لڙائي ڪرڻ لڳا ۽ مٿس الزام هنيائون ته تون اسان سان دوکو ڪري آيو آهين، اسان جا پئسا ڪٽي ويو آهين، واپس هل نه ته تنهنجي عورت ڪسي وٺنداسين. ايترو ٻڌي رتنپال کي ڪاوڙ اچي وئي، هن تلوار ڪڍي راجا کي چيو هي تلوار ڏسي رهيو آهين، تو منهنجي عورت جو نالو ٻه ڪنيو ته آئون تو کي هن دنيا مان روانو ڪري ڇڏيندس. ٻئي پاڻ ۾ وڙهڻ لڳا ۽ وڙهندي وڙهندي ٻئي اتي ڍير ٿي ويا. ويچارا بيلدار سڪتي ۾ اچي ويا. هنن کي پليئي برهمڻ تي تمام گهڻو غصو آيو. جهيڙي جي پاڙ پليو برهمڻ هو. بيلدارن پليئي کي اتي ئي ختم ڪري ڇڏيو. جسمان راڻي، راجا رتنپال جي مرڻ تي زارو زار روئڻ لڳي. راڻيءَ ڪارڻ ئي راجا رتنپال پنهنجو راڄ ڀاڳ ڇڏي بيلدار بڻيو هو ۽ هن کي ڪيترين ئي

مصيبتون منهن ۾ آيون هيون. اهو سوچي راڻي بيحال ٿي وئي. اتي زمين تي ويهي پار ڪرڻ لڳي. اتفاق سان اتان شِوَ ۽ پاروتي گذري رهيا هئا. پاروتي جسمان کي پار ڪيندي ڏٺو تہ دکي ٿي وئي ۽ شِوَ کي چوڻ لڳي اي مهاديوا هي بہ اسان جهڙي جوڙي هئي، جسمان راڻي بنا رتنپال ڪيئن جئيندي؟ هن جو مڙس جيئرو ڪري ڏي. شِوَ پاروتيءَ کي چيو هن دنيا ۾ رتنپال جهڙا ڪيترائي راجا ٿيا آهن، جيڪي هتان هليا ويا، اهو دنيا جو دستور آهي، جنم ۽ مرڻ تہ لڳو رهندو آهي، توهان ان ڳالهہ کي وساري ڇڏيو. توهان ٻين جي ڏکن کان متاثر ٿيو ٿا، تنهنڪري آئون توهان کي پاڻ سان گڏ نہ رکندو آهيان. پاروتي، شِوَ کان ناراض ٿي ماڪيءَ جي مک بڻجي باغ ۾ هلي وئي. شِوَ پاروتيءَ کي نہ ڏسي پريشان ٿي ويو ۽ ڳوليندي ڳوليندي ڪيس پڳهراچي ويو. شِوَ جي اها حالت ڏسي پاروتي هن اڳيان حاضر ٿي. شِوَ پاروتيءَ تي غصو ڪندي چوڻ لڳو "تون ڪيڏانهن هلي وئي هئينءَ؟ آئون پريشان ٿي ويو هئس." شِوَ جي اها ڳالهہ ٻڌي پاروتيءَ چيو تہ آئون ٿورڙي دير توهان جي اکين کان الوپ ٿيس تہ توهان پريشان ٿي ويا، ويچاري جسمان راڻيءَ جو مڙس هميشہ لاءِ ڪائنس ڏور هليو ويو آهي تہ ان جي ڇا حالت هوندي؟ ان جو اندازو لڳائي سگهو ٿا. پاروتي جي اها ڳالهہ ٻڌي شو کي بہ رحم اچي ويو. ٻئي جسمان وٽ ويا ۽ روايت آهي تہ رتنپال کي جيئرو ڪيائون. شِوَ ۽ پاروتيءَ جي ديا سان جسمان ۽ رتنپال جي جوڙي سلامت رهي. ٻئي موٽي پنهنجي ملڪ ويا ۽ حڪمراني ڪرڻ لڳا. (حوالو: 'ٿا جا لوڪ داستان'، نور احمد جنجهي)

**جعفر جاڻي:** نئين ٽهيءَ جي نوجوان شاعر محمد جعفر ولد سر سبحاني ڊومڪيءَ، 05 مارچ 1972ع تي ڳوٺ حسين بخش گولاٽو، تعلقي جيڪب آباد ۾ جنم ورتو. هن پرائمري محرابپور مان، مئٽرڪ هاءِ اسڪول



جيڪب آباد مان 87-1986ع ۾ ڪئي ۽ ڪجهہ سالن جي وقفي کان پوءِ انٽر 1992ع ۾ گورنمينٽ ڊگري ڪاليج جيڪب آباد مان انٽر ڪيائين. هن شاعريءَ جي شروعات 1997ع ڌاري ڪئي. سندس شاعري سنڌ جي مڙني رسالن ۽ اخبارن ۾ ڇپجندي رهي آهي. ساڳئي سال سنڌي ادبي سنگت شاخ ٺل سان وابستہ رهيو.

جعفر جاڻيءَ جي شاعريءَ ۾ رومانوي ۽ سماجي شعور موجود آهي. 1992ع کان پوليس ملازمت ڪري رهيو آهي. جعفر جاڻيءَ جو شمار سنڌ جي انهن چند شاعرن ۾ ٿئي ٿو جن سنڌي غزل کي نئون موڙ ڏئي پنهنجي حيثيت ڇاهي آهي. سندس شاعريءَ تي ناليوارن شاعرن شيخ اياز ۽ عبدالڪريم گدائيءَ جو گهرو اثر آهي. سندس شاعريءَ جو هڪ ڪتاب 'ڳوڙهن ڳاڙهو ويس' آگسٽ 2011ع ۾ سنڌي ادبي سنگت ٺل طرفان شايع ٿي چڪو آهي.

**جلالاڻي، فقير علي گل صوفي:** فقير علي گل صوفي، ڳوٺ نصير فقير جلالاڻي، تعلقي ڪوٽڏيجي ضلعي خيرپور ۾ 1910ع ڌاري سنڌ جي ڪامل ولي الله نصير فقير جلالاڻيءَ جي گهر ۾ پيدا ٿيو. ابتدائي تعليم ڳوٺ جي مدرسي مان حاصل ڪيائين. فارسيءَ جو سٺو ڄاڻو هو. ننڍپڻ کان فقيري صحبت ملڻ سبب حق جو ڳولائو رهيو. ڪيترائي چلا ڪاٽيائين. هيءُ حضرت شاهہ عنايت شهيد رح جهوڪ واري جو مُريد هو ۽ سال ۾ ٻہ دفعا جهوڪ ويندو هو. ڪيترائي سال جهوڪ ۾ وڃي رهيو. سندس مريد بہ هوندا هئا. هيءُ آخري وقت ۾ بيمار ٿي پيو ۽ 1985ع ۾ وفات ڪيائين. سندس مدفن والد جي پرسان نصير فقير جلالاڻي ڳوٺ ۾ آهي.

**جلالاڻي، نصير فقير جي درگاهہ:** نصير فقير جلالاڻيءَ جي درگاهہ تعلقي ڪوٽڏيجي، ضلعي خيرپور ميرس ۾ واقع آهي. نصير فقير لاءِ مشهور آهي تہ هيءُ ننڍي هوندي کان ڪشف جو مالڪ هو. جيئن



سندس جنم ٿيو تہ سندس زبان تي الله الله جو ورد هو. بزرگ جي نالي سان ڳوٺ 'نصير فقير جلالاڻي' پڻ آباد آهي، جنهن جي پر مان ميرواهہ ڪئنال گذري ٿو.

نصير فقير جي درگاهہ عام ماڻهن جي عقيدت جو سبب آهي، جتي ڪيترائي ماڻهو عرس توڙي عام ڏينهن ۾ حاضري ڀرين ٿا. بزرگ 16 ڊسمبر 1960ع تي وفات ڪئي. درگاهہ ڪشادي ٺهيل آهي، جنهن ۾ قائم مقبري ۾ جلالاڻي نصير جو جسد خاڪي ابدي آرامي آهي. درگاهہ هلندڙ دور جي طرز تعمير جو دلڪش نمونو آهي. چؤگرد پيٽ ڏنل اٿس. اڱڻ ۾ سيمنٽ جي بلاڪن سان فرشبندي ڪئي وئي آهي. عمارت ٻن حصن ۾ آهي، جنهن مان هڪ بزرگ جي مزار وارو حجرو باقي زيارتين جي قيام ڪرڻ لاءِ آهي. درگاهہ جي عمارت کي سفيد رنگ ڪيل آهي. مقبري جي پڪين سرن سان، سيمنٽ تي اوساري ٿيل آهي. ٻنهي حصن جي وچ مان

هڪ گهٽي مزار واري هجري ڏانهن وڃي ٿي، جڏهن ته پاسن کان هال آهن، جتي زيارتي پسار ڪن ٿا. هر هڪ حصي جي چئني ڪنڊن تي منارا، انهن تي گنبذڙيون آهن، جن جو هوبهو نمونو گچ واري گنبذ جهڙو آهي. ٻئي حصي ۾ پيڙهه کان جنسار ڪيل منارا آهن. هڪ حصي تي اٺڪنڊي گچ مٿان گول قنديل نموني وڏو گنبذ آهي، جنهن تي ابتي ڪوٽيءَ جي گل مٿان سفيد نيل هنئي وئي آهي. عمارت جي چوڌاري بيڙهني کان هيٺ ڇڄو نڪتل آهي. ڇت جو بيڙهنو پڻ وڏو آهي. برسات جي پاڻي وغيره جي نيڪال لاءِ نيسارا ٺهيل آهن. ڇت آر.سي.سي ٺهيل آهي.

درگاهه جي پرڀرو ٽن گنبذن سان عاليشان مسجد آهي، جنهن جي مهاڙي تي رنگ روغن سان گل ۽ چٽسالي ڪري جنسار ڪيو ويو آهي. مسجد آڳاٽي تعمير معلوم ٿئي ٿي. پڪين چوُنڪ جي سرن سان فرشبندي ٿيل اٿس. چوڪنڊي ڪالم ۾ رنگ سان چوڪائي جو لنگهه اٿس. دروازي مٿان پيڙهه کان مٿي تائين منارا به آهن. جيڪي مسجد جو زيب وڌائين ٿا. مهاڙي ۾ ساڳيءَ طرز جا دروازن سان ٽي لنگهه اٿس. مهاڙيءَ ۾ بيڙهني تي زيبائش لاءِ سيمينٽ جي جاري نصب ڪيل آهي. ڇت تي قائم گنبذن مان وچ وارو گنبذ وڏو ۽ باقي ٻئي پاسن وارا گنبذ ننڍا آهن. مزار جي اڳڻ ۾ نصير فقير جلالاڻي جي معتقد فقيرياڻي مائي لڇي جي مزار آهي، جيڪا مذهبي طور هندو هئي. درگاهه تي هر مارچ جي 13 تاريخ تي عرس ملهايو وڃي ٿو، جنهن ۾ ڪيترائي مريد ۽ معتقد حاضري ڀرين ٿا. مزار جي پسگردائي ۾ هر قسم جي نشي واپرائڻ جي سختيءَ سان منع ڪيل آهي.

**جمال رند**: مشهور اديب ۽ صحافي جمال رند، 19 جون 1937ع تي سورهيه خان رند جي گهر ۾، جهول ڀرسان ڳوٺ محمد خان رند، تعلقي سنجهوري، ضلعي سانگهڙ ۾ جنم ورتو. سندس واسطو آبادگار خاندان سان رهيو. هن ابتدائي تعليم پنهنجي ڳوٺ مان حاصل ڪئي. هو تعليمي حوالي سان بي. اي (آنرز)، ايم. اي (سنڌي) ۽ ايل. ايل. بي هو. ايم. اي ڪرڻ کان پوءِ، پبلڪ اسڪول ۾ سنڌيءَ جو ليڪچرار مقرر ٿيو ۽ اتي 7 سال رهيو. هن اتي علمي ادبي سرگرمين کي زور وٺايو 'لطيف سنگت' نالي هڪ تنظيم ٺاهي، لطيف سائينءَ جا ڏهاڙا ملهايا، ان کانپوءِ هو سنڌ ٽيڪسٽ بوڪ بورڊ ۾، ارڙهين گريڊ ۾ پراڊڪشن آفيسر ٿي آيو ۽ وڏي عرصي تائين هن عهدي تي فائز رهيو. جڏهن شيخ اياز سنڌ يونيورسٽيءَ ۾ وائيس چانسلر ٿي آيو ته هن جمال رند کي گهرائي سنڌي شعبي ۾ اسسٽنٽ پروفيسر ڪري رکيو. پر شعبي جي استادن جي مخالفت سبب مختصر عرصي بعد هو واپس سنڌ ٽيڪسٽ بوڪ بورڊ ۾ موٽي ويو. جڏهن جمال رند جو ويجهو دوست، محمد حسن پٺو، ڊرينيج اينڊ ريڪليميشن انسٽيٽيوٽ آف پاڪستان (D.I.P) ٽنڊي جام ۾ ڊائريڪٽر فنانس ٿي آيو ته هن ڪجهه عرصي لاءِ جمال رند کي سنڌ ٽيڪسٽ بوڪ بورڊ مان ڊيپوٽيشن تي ڊپٽي ڊائريڪٽر طور پاڻ وٽ گهرائي ورتو ۽ بعد ۾ وري سنڌ ٽيڪسٽ بوڪ بورڊ ۾ ساڳئي عهدي تي رهيو.



جمال رند، پبلڪ اسڪول حيدرآباد جو 21 جون 1989ع کان 27 جون 1995ع تائين پرنسپال به ٿي رهيو. ان کان سواءِ هڪ مختصر عرصي لاءِ 2 جون 1996ع کان 15 آگسٽ 1996ع تائين سنڌ ٽيڪسٽ بوڪ بورڊ جو چيئرمئن به ٿي رهيو.

جمال رند جو سنڌي ادب سان لاڳاپو ابتدا کان وٺي رهيو. جڏهن 1953ع ڌاري سنڌ مدرسي جي هاسٽل ۾ احسان بدويءَ جي ميٽا هاسٽل واري ڪمري ۾، سنڌي ادبي سنگت جون گڏجاڻيون ٿينديون هيون ته غلام رباني آگرو ۽ جمال رند به انهن گڏجاڻين ۾ شريڪ ٿيندا هئا. ان وقت سنڌي ادبي سنگت جا روح روان نورالدين سرڪي ۽ احسان بدوي هوندا هئا، رباني ۽ جمال، هنن گڏجاڻين ۾ پنهنجا افسانا پيش ڪندا هئا. جڏهن 1958ع ۾ جنرل ايوب خان جي مارشل لا کانپوءِ شاگردن کان ايس. ايم ڪاليج ۽ ڊي. جي سائنس ڪاليج جون هاسٽلون خالي ڪرايون ويون، تڏهن سنڌ مدرسي جي هاسٽل ۾ جمال رند ئي اڪيلو وڃي رهيو. جڏهن سراج ميمڻ، گانڌي گارڊن جي ڀرسان شو مارڪيٽ علائقي ۾ مسواڙ تي فليٽ ورتو ته محمد ابراهيم جويو، غلام رباني آگرو ۽ جمال رند به ساڻس اچي گڏ رهيا ۽ سندن ادبي سرگرميون جاري رهيون.

ڪجهه سالن کانپوءِ جمال رند حيدرآباد ۾ اچي ادبي محفلون مچايون. زندگي پبليڪيشن پاران 1960ع ۾ ڊيمي سائيز ۾ 'روح رهاڻ' رسالو نڪرڻ شروع ٿيو جنهن جو ايڊيٽر جمال رند رهيو. هن رسالي ۾ جديد سنڌي ڪهاڻيڪارن: شيخ حفيظ، آغا سليم، ناصر مورائي ۽ ٻين ۽ شاعرن ۾ شمير الحيدري، غلام محمد گرامي، تنوير عباسي ۽ ٻين کي اهميت سان شايع ڪيو. اڳتي هلي روح رهاڻ جڏهن ڊبل ڪرائون سائيز ۾ نڪرڻ شروع ٿيو ته ان جو ايڊيٽر نامور اديب حميد سنڌي ٿيو. 1963ع ڌاري هن سانگهڙ پبليڪيشن پاران ٽي ڪتاب ڇپايا جن مان هڪ جو نالو 'ڦڳڻ ڦلاريا' هو.

جمال رند سنڌ جي حقن جي حفاظت لاءِ هڪ طرف تنوير عباسي، غلام رباني، نجم عباسي، امداد حسيني ۽ ٻين دوستن سان گڏ هوندو هو ته ٻئي طرف سندس سنڌ يونيورسٽيءَ جي سنڌ دوست استادن: خاص ڪري محمد عمر ميمڻ ۽ محمد حسن پُٺي سان گهرو رستو هو. اهڙيءَ طرح شاگرد اڳواڻن ۾ جمال رند جي دوستي يوسف لغاري ۽ يوسف ٽالپر سان هوندي هئي.

ون يونٽ خلاف تحريڪ دوران جمال رند پمفليٽن جي ڀنارڪ ساڻ کڻي، ڪنهن دوست سان گڏ ريل گاڏيءَ ۾ چڙهي پوندو هو ۽ مختلف شهرن ۾ دوستن کي پمفليٽ ورهائڻ لاءِ ڏيندو هو ۽ لاڙڪاڻي ۽ سکر کان ڦرندو حيدرآباد اچي پهچندو هو. جڏهن پريسون پمفليٽ ڇاپڻ لاءِ تيار نه هونديون هيون ته جمال رند، محمد حسن پٺو ۽ رباني، ٽين جي چوڪنڊي پليٽ کي رجيل ميڻ سان ڀري، ميڻ ٺرڻ بعد ڪاغذ تي لکيل مواد کي اُن تي چنبڙائيندا هئا ته اکر پليٽ تي ٺهي پوندا هئا. پوءِ ان پليٽ تي پنا رکي پمفليٽن جون ڪاپيون تيار ڪندا هئا ۽ اونداهين راتين ۾ گاڏي ڪاٽي جي

پتين تي چنبڙائيندا هئا. ون يونٽ واري زماني ۾ قومي جلسن ۾ جمال رند هڪ خاص لولي، سريلي ۽ سوز ڀرئي آواز ۾ ڳائيندو هو:

پار درياهون لونگان دا بوٽا، يار ميڏا هي ميندي دا جهوٽا
لولي او لولي، او بگا لولي
اسان ناڙي نه ڄلسون ناڙي ڏاڍيان دا ڏيهه هي!
لولي او لولي، او بگا لولي

ون يونٽ واري زماني ۾ جمال رند جي. ايم. سيد کي ويجهو رهيو پر ون يونٽ ٽٽڻ کانپوءِ سندس رفاقت فقط يوسف ٽالپر سان وڃي رهي.

جمال رند سنڌيءَ ۾ فئنٽسي ڪهاڻين جي بنياد وجهندڙن مان هو. هن ٻارهن کن ڪهاڻيون لکيون. جن مان 'ماني ڳپو' ۽ 'هو اڏري ويا' فئنٽسي ڪهاڻيون هيون. هن جون 'رات جي راڻي' ۽ 'روح رهاڻ' رسالن ۾ ڇپيل ڪهاڻين کي جديد ڪهاڻين ۾ اهم مقام آهي. جڏهن محمد يوسف ٽالپر مرڪزي وزير ٿيو ته هن روزاني سنڌي اخبار 'بختور' حيدرآباد جو کيس ايڊيٽر بنايو. جمال رند اخبار کي ڪافي بهتر بنايو. جمال رند جي زندگيءَ جي پوئين پهر ۾ سياست، ادب ۽ صحافت سان دلچسپي گهٽجي وئي ۽ ڌنڌي ۽ روزگار تي ڌيان ڏنائين. ڳوٺ جو نالو 'سهڻي ڌرتي' رکي ٻني ٻاري طرف متوجهه ٿيو. حيدرآباد ۾ پنهنجي جاءِ جوڙايائين. اول ونڊسر هوٽل وٽ ۽ پوءِ مين قاسم آباد ۾ 'انا' انگلش هاءِ اسڪول نالي خانگي اسڪول کوليائين، جنهن ڪافي ترقي ڪئي. ان کان سواءِ شيخ اياز جي وفات بعد محمد ابراهيم جويي، مدد علي سنڌي ۽ رباني‌ءَ سان گڏجي شيخ اياز فائونڊيشن ۾ ڪم ڪيائين. جمال رند آخري عمر ۾ بيمارين جو آماجگاهه بڻجي ويو، اڪثر ناچاڪ رهندو هو. شگر ۽ دل جو عارضو هئس. 19 نومبر 2002ع تي اگاري جي ڏينهن اسرويل وفات ڪيائين.

**جمالي، عبدالمجيد**: عبدالمجيد ولد فقير محمد جمالي، 10 آگسٽ 1950ع تي ڳوٺ فقير محمد جمالي تعلقي جوهيءَ ۾ ڄائو. بي.اي (آنرز) ۽ ايل.ايل.بي جون ڊگريون حاصل ڪيائين.



عبدالمجيد جمالي سماجي سرگرمين ۾ شاگردي واري دور کان وابسته رهيو آهي. 1972ع ۾ کيس سنڌ يونيورسٽي سنڌي ڪلچرل سوسائٽيءَ جو صدر چونڊيو ويو هن سوسائٽيءَ جو سرپرستِ اعليٰ ڊاڪٽر غلام علي الانا هو. هن سماجي سرگرمين جو آغاز 1974ع ۾ سگا شاخ ڪراچيءَ ۾ ميمبر جي حيثيت سان ڪيو. سگا شاخ دادوءَ کي فعال بنايو. سال 1981ع ۾ سگا شاخي دادو جو جنرل سيڪريٽري به رهيو. سال 1984ع ۾ سگا تي بندش پئي ته کيس صدر چونڊيو ويو. 1989ع ۾ سنڌ اسيمبلي بل پاس ڪري سگا تان بندش لاٿي، جنهن بعد هي وائيس چيئرمين چونڊيو ويو. وري سال 1996ع ۾ ٻن سالن لاءِ وائيس چيئرمين حيدرآباد ڊويزن منتخب ڪيو ويو. سال 1998ع ۾ ٻن سالن لاءِ شاخ جو صدر چونڊيو ويو. هن سال 1991ع ۾ سگا جي پليٽ فارم تان سنڌي ايسوسيئيشن آف نارٿ آمريڪا ۾ سيمينار ۾ شرڪت پڻ ڪئي.

**جمالي، ڪامريڊ علي محمد**: ڪامريڊ علي محمد ولد نبي بخش جمالي، 25 جنوري 1958ع تي ڳوٺ گنهور خان جمالي، تعلقي جوهيءَ ۾ پيدا ٿيو. ابتدائي تعليم گورنمينٽ پرائمري اسڪول قلجي وليج مان،



مئٽرڪ هاءِ اسڪول ڪڪڙ مان، انٽر گورنيمنٽ ڊگري ڪاليج دادوءَ مان ۽ ايم. اي سنڌ يونيورسٽي ڄامشوري مان پوليٽيڪل سائنس جي مضمون ۾ ڪيائين. ڪامريڊ علي محمد جماليءَ سياست جي شروعات 1978ع ۾ جيئي سنڌ هلچل جي پليٽ فارم تان ڪئي. 1979ع ۾ شهيد ڀٽي جي شهادت بعد پاڪستان پيپلز پارٽيءَ ۾ شموليت اختيار ڪيائين. 1981ع ۾ سپاف ضلعي دادوءَ جو صدر به رهيو. 1983ع ۾ ايم. آر. ڊي تحريڪ دوران گرفتار ٿيو ۽ کيس سينٽرل جيل حيدرآباد موڪليو ويو، جتي هڪ سال قيد ۾ رهيو. 1986ع ۾ کيس ٻيهر گرفتار ڪري سينٽرل جيل موڪليو ويو. ڄام صادق عليءَ جي وڏ وزارت واري دور ۾ به کيس گرفتار ڪري جيل موڪليو ويو. جڏهن محترمه بينظير ڀٽو وزيراعظم جي حيثيت ۾ سعودي عرب وئي ته سندس وفد ۾ هي به شامل هو. ڪامريڊ علي محمد جمالي سماجي ڪمن ۾ به سرگرم رهيو آهي، سنڌ جي مسئلن تي ٿيندڙ جدوجهد ۾ اڳرو ڏٺو ويو آهي. هن وقت سندس سياسي وفاداريون پيپلز پارٽي (شهيد ڀٽو) سان آهن.

**جمالي، محمد عثمان**: محمد عثمان 'احقر' ولد ڏٽي بخش جمالي ڳوٺ شهبيگ جمالي، ضلعي لاڙڪاڻي ۾ 1918ع ڌاري ڄائو. ابتدائي تعليم عربي ۽ فارسيءَ سان گڏ قرآن شريف (ناظره) به پڙهيو. تنهن بعد ٽي درجا سنڌي پرائمريءَ جي تعليم حاصل ڪيائين. عام طور تي ماڻهو کيس احقر فقير ڪري ڪوٺيندا هئا جوانيءَ واري دور کان شعر چوڻ شروع ڪيائين. سندس ڪلام جو ڪافي ذخيرو موجود آهي. مولودن، ڏوهيڙن، قطعن، مدحن، قصيدن، ڪافين، بيتن، غزلن ۽ نظمن تي مشتمل سندس ڪلام 'ڪليات محبت' نالي هڪ ننڍڙي ڪتابڙي جي صورت ۾ قاسميه پرنٽنگ پريس مشوري شريف ڇپائي پڌرو ڪيو آهي. هيءَ عوامي شاعر هو، لوڪ ڪچهرين ۾ چاهه سان شرڪت ڪندو هو. سندس ڪلام اعليٰ پايي جو آهي.

**جِم جي. شيفر** (Jim G. Shaffer): جم جي. شيفر، آثارِ قديمه ۽ بشريات جي علم (Anthropology) جو ڄاڻو، عام طور 'J. G. Shaffer' جي نالي سان مشهور آهي. ابتدائي تعليم مڪمل ڪرڻ بعد 1965ع ڌاري

ايريزونا اسٽيٽ يونيورسٽيءَ مان بشريات (Anthro pology) جي علم جي شعبي مان بي. اي ۽ 1967ع ۾ ساڳي يونيورسٽيءَ مان ساڳئي شعبي مان ايم. اي جو امتحان پاس ڪيائين. جڏهن ته 1972ع ڌاري بشريات جي علم واري شعبي ۾ ئي وسڪنس يونيورسٽيءَ مان پي. ايڇ. ڊي جي ڊگري حاصل ڪيائين. 1972ع ۾ Case Western Reserve University ۾ پنهنجي عملي زندگيءَ جو آغاز ڪندي پهرين اسسٽنٽ پروفيسر ۽ بعد ۾ 1980ع کان ائسوسيئيٽ پروفيسر طور پنهنجا فرض سرانجام



ڏئي رهيو آهي. 1960ع جي شروعات ۾ هن آمريڪا جي ڏکڻ- اولهه ۾ واقع قديم آثارن تي تحقيق ڪندي بي شمار ماڳن جي کوٽائي ۽ سروي جو ڪم ڪيو. سندس تحقيق جو مرڪز ڏکڻ ايشيا جي آڳاٽي تاريخ ۽ ابتدائي تاريخي تهذيبن، ماڳن، قديم آثارن جي باقيات ۽ تاريخي ورثي ۾ وقت سان گڏ ٿيندڙ تبديلين تي کوجنا ڪرڻ هو. ان ڏس ۾ هن 1960ع کان پوءِ واري دؤر ۾ هندستان، پاڪستان ۽ افغانستان جي مڙني آثارِ قديم تي تحقيق ڪئي. هن ايشيا جي وڏي خطي ۾ پٿر واري دؤر (Bronze Ages) کان وٺي لوهه جي دؤر (Iron Ages) تائين جي ماڳن ۽ قديم آثارن کي ڳولي لهڻ لاءِ کوجنا ڪئي. ان سلسلي ۾ هن سنڌو ماٿري تهذيب سان واسطو رکندڙ الهڏنو سائٽ ۽ هندستان جي رياست هريانا، راجستان ۽ اترين ڪرناٽڪ ۾ موجود قديم ماڳن جي کوٽائي ۽ کوجنا پڻ ڪئي. بلوچستان جي قديم ماڳن تي به سندس تمام گهڻي تحقيق ٿيل آهي. هن هند- آريائي ۽ يورپ جي ڪاهن ۽ ان وقت جي حالتن متعلق تڪراري نقطن کي تحقيق جي بنياد تي وضاحت سان بيان ڪيو آهي. پاڻ اسلام آباد يونيورسٽي (هاڻوڪي قائداعظم يونيورسٽي) ۾ علم بشريات شعبي جو پروفيسر ۽ هندستان جي دهلي يونيورسٽي ۾ هند- آمريڪا (Indo-America) جي قديم آثارن بابت سهڪاري رهيو. ان کان علاوه موجوده وقت ۾ نئين دهليءَ ۾ قائم آمريڪا جي اداري 'American Institute of Indian Studies' ۽ ڪرناٽڪ رياست جي آثارِ قديم واري شعبي سان منسلڪ آهي. سندس تحقيق جي ڪم ۾ مالي سهائتا ڪندڙ ادارن ۾ هائينز آرڪيالاجيڪل فائونڊيشن (Heinz Archaeological Foundation)، 'American Museum of Natural History)، 'National Science Foundation' ۽ Smithsonian Institute شامل آهن. سندس تحقيق ۽ کوٽائيءَ جو مرڪز هندستان جي وچ- ڏکڻ ۾ موجود هڪ قديم ماڳ وتگال آهي. جنهن جو تعلق 3000 ق. م يا ان کان به اڳ جي دؤر 1100ع سان رهيو آهي.

هن بنگال جي قديم آثارن تي تحقيق دوران مختلف وقتن 89-1988ع، 1991ع-1990ع، 92- 1991ع ۽ 1993ع ۾ تحقيق جي سرگرمين تي آڌاريل فني رپورٽون آثارِ قديم جي وزارت واري کاتي ۾ جمع ڪرايون. جيڪي پوءِ هندستاني سرڪار نئين دهلي مان ۽ ڪرناٽڪ حڪومت ميسور مان ڇپائي پڌريون ڪيون. ان کان سواءِ هن 1974ع ۾ سنڌو ماٿري تهذيب سان واسطو رکندڙ الهڏنو سائٽ ۽ هڙپا ماڳ جي ابتدائي رپورٽ سنڌ جي آثارِ قديم واري اداري، ڪراچيءَ ۾، جڏهن ته ايريزونا ۾ ڪيل تاريخي ماڳن جي کوٽائيءَ متعلق تيار ڪيل رپورٽ ايريزونا اسٽيٽ يونيورسٽيءَ جي علم بشريات واري شعبي ۾ 1965ع ۾ جمع ڪرائي. سندس تصنيفن ۾ بي شمار تحقيقي مقالا (Dissertation)، مونوگراف (Monographs) ۽ ڪتاب شامل آهن. جيڪي مختلف وقتن ۾ شايع ٿيندا رهيا آهن. هن جا شايع ٿيل ڪتاب هن ريت آهن:

(1)Prehistoric Baluchistan: With Excavation Report On Said Qala Tepe. Delhi: B. R. Publishing Corp. (1978).

(2)Prehistoric Baluchistan: A Systematic Approach: Ph. D. Dissertation, A Department Of Anthropology, Madison: University Of Wisconsin. (1972).

(3)A Honaki Phase Site On The Lower Verde River, Arizona, In Arizona V: 2:29 (Asu). M. A. Thesis, Department Of Anthropology, Tempe: Arizona State University.

**جميلا هاشمي:** نامور ڪهاڻيڪاره، ناول نگار ۽ ليکڪا جميلا هاشميءَ 17 نومبر 1929ع تي فيصل آباد ۾ جنم ورتو. 1954ع ۾ پنجاب يونيورسٽيءَ جي انگريزي شعبي مان ايم. اي جي ڊگري حاصل ڪري



استاد مقرر ٿي هن ان وقت کان ڪهاڻيون لکڻ شروع ڪيون. سڀ کان پهرين قرت العين حيدر جي ادارت ۾ نڪرندڙ رسالي 'نئي دنيا' ۾ لکڻ شروع ڪيائين ۽ مسلسل لکندي رهندي. سندس ڪهاڻين جو پهريون مجموعو 'اپنا اپنا جهنم' جي نالي سان ڇپيو، جنهن کيس بهترين ڪهاڻيڪاره طور اردو ادب ۾ متعارف ڪرايو. ان بعد سندس پهريون ناول 'تلاشِ بهاران' (1962ع) ڇپيو. سندس ان ناول تمام گهڻي مشهوري ماڻي. سندس شهرت ۽ سڃاڻپ جو بنياد سندس ناول 'چهره به چهره روبرو' ۽ 'دشت سوس' شامل آهن. سندس لکيل ناول 'دشت سوس' حسين بن منصور جي زندگي، فڪر ۽ هڪ شاهڪار ناول آهي. سندس هئي ناول 'دشت سوس'، 'عشق جو آواز' جي نالي سان ۽ 'چهره به چهره روبرو'، 'آمهون سامهون' عنوان سان لطيف اياز پنهور سنڌيءَ ۾ ترجمو ڪري ڇپايا آهن. جميلا هاشمي سڄي عمر لکڻ سان نباهه ڪيو. هن 1998ع ۾ وفات ڪئي. سندس نياڻي عائشه صديقه به ادبي دنيا ۾ پنهنجي الڳ سڃاڻپ قائم ڪئي آهي.

**جند پير-گردوارو:** سکن جو هيءُ ڌرمي آستان سکر واري پل پار ڪرڻ ڪانپوءِ ساڄي هٿ تي ويندڙ رستي تي پل سان ڳنڍوڳنڍ آهي، جنهن کي 'جند پير گردوارو' سڏيو ويجي ٿو.

هيءُ هڪ خوبصورت گردوارو آهي، جيڪو پڪين سرن جو اڏيل آهي. گردواري جي سڄي عمارت اڇي ۽ پيلي رنگ سان رنگ ڪيل آهي. مهاڙي جي ونگائين لنگهه ۾ ڪاٺ جو خوبصورت ناسي رنگ جو



دَرُ نصب ٿيل آهي، جنهن تي سونهري رنگ جي نقش نگاري ٿيل آهي. ان مکيه دروازي مٿان ٽيئر گارڊر ۽ چونڪن جو ڇڄو به ڏنل آهي ۽ اندرين عمارت مٿان اپو قبو اڏيل آهي، جنهن جي مٿان گنبذ (Shikara) ۽ قبي جي چوڌاري پنکڙين نما عمودي ۽ سري ڪان اپريل ڊزائين آهي. گردواري جي ٻاهرين پٽ گهڻو عرصو گذرڻ سبب ڪٿان ڪٿان خسته حاليءَ جو شڪار ٿي وئي آهي. گنبذ (Shikara) کان ڪجهه پريرو هڪ آڏي پٽ آهي، جيڪا ڏار عمارت جو ڏيک ڏئي ٿي. ان پٽ مٿان سرن سان هيٺ مٿي چٺ، چٺن خانن جا چوڪرا ٺهيل آهن.

سکن جي روايت موجب گرونانڪ سنڌ ۾ پنهنجي ٽئين دوري دوران هن جاءِ تي اچي رهيو هو ۽ هتان گرونانڪ ساڌ ٻيلي جو رخ ڪيو هو. جهولي لال نالي هڪ اداسي ساڌو هن گردواري جو پهريون پوڄاري هو. هن وقت هي گردوارو نانڪ پنٿين جي اثر هيٺ آهي. هر روز هتي گرو گرنٿ مان ٻاڻي پڙهڻ سان گڏ مورتي پوڄا به ٿيندي آهي. گردواري اندر گرونانڪ جي ٻاريل جوت هر وقت ٻرندي رهي ٿي، جنهن اڳيان سک عقيدتمند مان پنهنجو سِرَ نوائيندا آهن.

**جنگ نامہ ملا احمد سانوٽي** (قلمي): فارسي ٻوليءَ ۾ هيءَ مثنوي، آخوند ملا احمد سانوٽي هالائيءَ جي چيل آهي. ملا احمد ٽالپرن حاڪمن جي درٻار جو خاص رڪن هو ۽ ان ڪانسواءِ ڪيترن ٽالپرن اميرن ۽ شهزادن جو استاد پڻ هو. هي جنگنامو 'وهٽائڻ واري جنگ' بابت آهي، جيڪا حيدرآباد جي مير غلام علي خان ٽالپر ۽ ميرپورخاص جي مير ٺاري خان ٽالپر جي وچ ۾ لڳي. حيدرآباد جي فوج جو سپهه سالار مير محمود خان ٽالپر فوج وٺي ٽنڊي محمد خان مان ٿيندو، طبل وڄائيندو وڃي وهٽائڻ جي ڳوٺ رسيو. هوڏانهن مير ٺارو خان به فوج سميت رسي چڪو هو. ٻنهي ڌرين ۾ جنگ لڳي ۽ ڪيترن ئي ڏينهن تائين هلندي رهي.

آخر مير ٺارو خان گهڻو زخمي ٿي ڪري پيو. مير محمود خان کيس کڻائي اچي ٽنبوءَ ۾ رکائي علاج ڪرايو. جنگ ۾ مير محمود خان کي فتح حاصل ٿي. مير محمود خان، مير ٺاري خان کي وڏي عزت سان حيدرآباد جي قلعي ۾ وٺي آيو ۽ مير غلام علي خان سندس زبردست استقبال ڪيو ۽ جيستائين صحتياب نہ ٿيو تيستائين قلعي ۾ مهمان ڪري رهايائين. آخر بلڪل صحتياب ٿيڻ ڪانپوءِ مير غلام علي خان وڏي عزت سان مير ٺاري خان کي تحفا تحائف ڏئي ميرپورخاص روانو ڪيو.

هي مثنوي ملا احمد، مير محمد علي خان بهرور پٽ مير صوبدار خان ٽالپر جي چوڻ تي قلمبند ڪئي. مثنوي فردوسيءَ جي شاهنامي جي وزن تي چيل آهي ۽ جنگ جو سمورو احوال منظوم ڪري پيش ڪيو ويو آهي. مثنويءَ ۾ ڪل 1380 شعر آهن. آخر ۾ ترقيم واري عبارت هيئن تحرير ٿيل آهي.

"حسب الفرموده بندگان مير صاحب والا
شان سکندر شوکت دارا دربان صاحب
الکرم والجود مير صاحب مير ميان
محمد علي خان تالپور دام اقباله ازدست
ملا محمد صادق بتاريخ غره ماه محرم
الحرام 1258ھ (12 فيبروري 1842ع) صورت اختتام يافت."

**جوبلي:** هڪ تقريب جيڪا عام طور تي 25، 50 يا 75 سالن کان پوءِ ڪنهن خاص موقعي يا واقعي جي ياد ۾ ملهائي ويندي هجي. مثال طور: ڪنهن بادشاهہ جي تخت نشيني، ڪنهن مشهور تاريخي هستي يا نظام وغيره جي مدت جي گذرڻ تي رٿيل تقريبن ۽ خاص اهتمام کي جوبلي چئبو آهي، عام طور 25 سالن کان پوءِ جيڪا تقريب ملهائي ويندي آهي، ان کي سلور جوبلي ۽ پنجاهہ سالن ڪانپوءِ گولڊن جوبلي، سٺ سالن ڪانپوءِ ڊائمنڊ جوبلي، 75 سالن ڪانپوءِ پلاٽينيم جوبلي ۽ 100 سالن تي ملينيم ڪري ملهائي ويندي آهي.

**جوهيءَ وارو ٺلهہ** (ماڳ): جوهيءَ شهر جي ڏکڻ ۾ اڳوٽي تلاءَ جي ڪناري اٽڪل چاليهہ يا پنجاهہ فٽ اونچو ٺل اڄ به موجود آهي. پر موجوده دور ۾ ان کي اڌ کان وڌيڪ ڍاهي نجف شاهہ جو اوتارو جوڙيو ويو آهي. هيءُ ٺل هن صورتحال ۾ به زمين جي سطح کان ٽيهارو فٽ مٿي ۽ اٽڪل 30 فٽ ڪن ويڪرو آهي. سڄو ٺل چيڪي مٽيءَ سان جڙيل هو. ٺل کي ڏکڻ طرف ڏاڪڻ هوندي هئي ۽ چوٽيءَ تي ڪوٺي نما اڏاوت هوندي هئي. هاڻي هن تاريخي ۽ ٻڌ ڌرم جي عبادت واري ماڳ کي ميساري ان جي اصلي حالت غائب ڪئي ويئي آهي، نہ تہ هيءُ واحد ماڳ آهي، جنهن جي بنياد تي جوهي شهر جي قدامت بابت اندازو ڪري سگهجي ها.

**جهانگير قريشي:** ريڊيو پروڊيوسر جهانگير قريشي، 29 جون 1949ع تي ڪراچيءَ ۾ ڄائو. سندس والدين اصل روهڙيءَ جا هئا. هن پرائمري تعليم ڪراچيءَ جي سيد محمد شاهہ غازي پرائمري اسڪول لياريءَ مان حاصل ڪئي. مئٽرڪ اين. جي. وي اسڪول ڪراچيءَ مان 1964ع

۾ ڪيائين. انٽر سال 1966ع حاجي عبدالله هارون ڪاليج ڪراچيءَ مان ڪيائين. ان وقت اردوءَ جو مشهور شاعر ۽ اديب فيض احمد ’فيض‘ ڪاليج جو پرنسپال هو ۽ سنڌي ٻوليءَ جو مشهور شاعر ۽ اديب رشيد احمد لاشاري اتي سنڌي پڙهائيندو هو. ڪيس ذهين شاگرد هجڻ جي حيثيت ۾ فيض احمد فيض ۽ لاشاري صاحب جي ويجهو رهڻ ۽ سکڻ جو موقعو مليو. ڪاليج جي ڪلچرل ڪميٽيءَ جي اسٽيج پروگرامن ۾ ڪيس ٻنهي استادن جي رهنمائي حاصل رهي. هن 1970ع ۾ هن حيدرآباد مان اليڪٽريڪل ٽيڪنالاجيءَ ۾ ٽن سالن جو ڊپلوما به ڪيو هو ۽ مختلف محڪمن ۾ اليڪٽريڪل انجنيئر جي حيثيت ۾ ڪم به ڪيو.



جهانگير قريشي اسٽيج پروگرامن، ڊرامن ۽ موسيقيءَ جي شوق جي ڪري اپريل 1972ع ۾ ريڊيو پاڪستان حيدرآباد تي اناؤنسر واري آڊيشن ۾ ڪامياب ٿيو. جتي پنج سال ڪانٽريڪٽ تي اناؤنسر ٿي رهيو. ان وچ ۾ سنڌي ادب ۾ ايم. اي به ڪيائين. هن 1977ع ۾ پروڊيوسر جو امتحان ڏيئي ڪاميابي ماڻي. موسيقيءَ جي پروگرامن ۾ ’وياسي وينجهار‘ (ڪلاسيڪل فنڪارن جي فن ۽ زندگي تي دستاويزي پروگرام)، ’ڪافي رنگ‘، ’سُر سينگار‘ پيش ڪيائين. اهڙيءَ طرح هن ڪيترا ئي ڊراما نشر ڪيا، خاص ڪري ’شاهه جون سورميون‘ عنوان هيٺ مشتاق چنگيزيءَ جي لکيل سٽن ئي سورمين بابت تحريرن کي ڊرامائي شڪل ڏيئي نشر ڪرايائين. جن ۾ مرڪزي ڪردار سيد صالح محمد شاهه، سيما پنهور ۽ شميم سومرو ادا ڪيا. حيدرآباد ريڊيو تي هن جي 17 سالا ملازمت واري عرصي ۾ شاهه جو ڪلام تحت اللفظ سيد صالح محمد شاهه جي آواز ۾ رڪارڊ ڪري هلايو ويو. سنڌي موسيقي ۽ سنڌي ڊرامن کان سواءِ ٻيا ڪيترا اهم پروگرام سنڌس ذمي رهيا. خيرپور ريڊيو تي به جهانگير قريشيءَ سنڌي ڊراما نشر ڪيا، جن جا مشهور اداڪار سعيد احمد واگهو، مظهر شيخ ۽ يحيٰ پٺو وغيره اڳتي هلي ٽيليويزن جا مشهور اداڪار بڻيا. هن ريڊيو پاڪستان خيرپور جي سالگره جي موقعي تي ان وقت جي نامور براڊڪاسٽر ۽ اسٽيشن ڊائريڪٽر خواجه امداد عليءَ سان گڏجي اسٽيج پروگرام پيش ڪيا. جهانگير قريشيءَ ڪي ريڊيو پاڪستان هيڊڪوارٽر اسلام آباد پاران سنڌي موسيقي ۽ سنڌي ڊرامن تي بهترين پروڊيوسر جا ڪيترا اوارڊ مليا. سنڌ جي مختلف ثقافتي تنظيمن به ڪيس اوارڊ ڏنا. موسيقيءَ جي رڪارڊنگ ۾ غلام حسين شيخ سنڌس رهنمائي ڪئي. هن موسيقيءَ جي فن جي باقاعدي سکيا استاد محمد جمن، استاد نياز حسين، استاد امانت علي خان کان حاصل ڪئي.

جهانگير قريشي ڪي 2002ع ۾ ڪراچي FM-101 تان لاڙڪاڻي FM تي ڊائريڪٽر جي حيثيت ۾ بدلي ڪيو ويو. جتان هن 14 جولاءِ 2003ع تي مقرر تاريخ کان 7 سال اڳ ڪن ذاتي مجبورين سبب رٽائرمينٽ ورتي ۽ هن وقت حيدرآباد ۾ رهائش پذير آهي.

**جيٽروفا ـ جهنگلي هيرڻ** Jatropha: جيٽروفا جو تعلق هيرڻ جي خاندان سان آهي. جنهن کي بيد مجنون ۽ جهنگلي هيرڻ به سڏين ٿا. جيٽروفا جو اصل وطن ڏکڻ آمريڪا ۽ آفريڪا آهي. سنڌ ۾ گرم يا خشڪ آبهوائي حالتن سبب هي فصل ڪاميابي سان پوکي سگهجي ٿو. هن ٻوٽي جو گهڻو استعمال مختلف صنعتن ۽ دوائن لاءِ ٿئي ٿو. هن جي ٻجن ۾ 37 سيڪڙو تيل ٿئي ٿو جيڪو ٻارڻ Fuel جي به ڪم اچي ٿو. جڏهن ته جيٽروفا آئل اڄ ڪلهه ڪجهه گهٽ ٻارڻ جي وسائل رکندڙ ملڪن ۾ ٻارڻ تيل جو هڪ اهم ذريعو آهي. هن جو تيل دونهي بغير شعلو ڪڍي ٿو. تنهن ڪري ڊيزل انجڻ لاءِ ٻارڻ مهيا ڪرڻ جي اهل آهي. هن جي ڪڙ پريس ڪيڪ Press Cake هڪ زرعي نامياري ياڻ آهي. هن ٻوٽي مان کير جهڙو مادو ملي ٿو جيڪو ڪينسر خلاف اثرات رکي ٿو. هن جا پن ۽ جيت مار ڪيميائي جزا رکن ٿا. ان سان گڏ خارش اڏ رنگ، ريح ۽ سخت ڳوڙهن جي بيمارين ۾ هن مان دوا ناهي وڃي ٿي. هن جا ٻج ڪوڙهه، اڏ رنگي ۽ ڪل جي مرض لاءِ بهتر آهن. جيٽروفا جو تيل جلاب جي خاصيت رکي ٿو. ڪجهه ملڪن جهڙوڪ: جاوا ۾ جيٽروفا جو تيل وارن جي واڌ تيز ڪرڻ لاءِ ڪم اچي ٿو. هيءُ تيل جانورن جي ڦٽن لاءِ به علاج طور ڪم آڻجي ٿو.

**جيرام چئنمل روپاڻي**: جيرام چئنمل روپاڻي، ساهتي پرڳڻي جي شهر ٺارو شاهه ضلعي نواب شاهه (هاڻي نوشهري فيروز) ۾ 4 سيپٽمبر 1932ع تي ڄائو. ورهاڱي ڪانپوءِ الهاس نگر (مهاراشٽر رياست) ۾ ماستريءَ سان عملي زندگيءَ جي شروعات ڪيائين. پنهنجي زماني جو ڪامياب استاد رهيو. الهاس نگر جا چڱا بزرگ سندس شاگرد رهي چڪا آهن ۽ ڪيس اڃا به استاد واري عزت ڏيندا آهن. هن رٽائرمينٽ ڪانپوءِ ڪيترائي ڏتڏا ڪيا. پر سندس خاص سڃاڻپ ’سين مخزن‘ آهي، جنهن ۾ سنڌي ۽ سنڌي ڪلچر کي جوڳي جاءِ ڏيندو رهيو. سنڌ جي مکيه شهرن، جاين جڳهين، اسڪولن ۽ ڪاليجن، مندر ۽ مڙهين، مقبرن، ريلوي اسٽيشنن مطلب ته سڄيءَ سنڌ جي ’تصويري تاريخ‘ ڪٺي ناهي اٿس. سندس فائيل اٿلائي ڏسڻ سان ائين محسوس ٿيندو آهي، ڄڻ ماڻهو اکين سان سنڌ ڏسي آيو.

هندستان جي سنڌي اخبارن ۾ سندس ليک ڇپبا رهن ٿا. سندس ٻولي ڪڙي نڙي ۽ چشڪيدار آهي. خود به چڙهيل عمر ۾ ڪڙو تڙو، سنئين ڪنڌي هلندو آهي. هونئن به سڄي زندگي سنئين ڪنڌي گذاري اٿس، ڪنهن جي ڪاڻ ڪانه ڪڍيائين. سندس گفتگو جو انداز وٺندڙ آهي. لکڻ جو به انوکو ڏانءُ اٿس. اڃا ڪارا پڌرا ڪرڻ مهل ٻولي ڇيڏي ۽ ڇهري ڪم آڻيندو آهي. پڙهڻ سان ڪردار اکين سامهون اچيو بيهن. ان ڪري هن جي ليکن ڇپجڻ ڪانپوءِ هفتيوار ’هندواسي‘ ممبئيءَ لکڻ شروع ڪيو آهي ته ”ليکڪ سان ايڊيٽر جو سهمت هئڻ ضروري نه آهي.“ جيرام روپاڻي،

الهاس نگر جي بزرگن ۽ سينئر شهرين جي وندر ۽ تفريح لاءِ ڪوششون ڪندو رهندو آهي. سندن ٽولا وٺي، سير پيو ڪرائيندو، اخبارن ۾ اشرائتا ليک پيو لکندو. سندس تحريرون پڙهي، بزرگ سندس گهرا ڳولي اچي لهندا آهن ۽ ڪيس چوندا آهن ته: ”سائين! وري ڪڏهن سير سپاٽي تي وٺي هلندءِ“. سندس چهري تي سدائين مرڪ موجود رهي ٿي. ڪنن وارو آهي. سندس چهري تي سدائين مرڪ موجود، ڏکي انسانن کي زندگيءَ جو ويساهه ڏياريندو رهندو آهي.



**جيڪي ڏٺم جيڪي پڙهيم** (ڪتاب): جيڪي ڏٺم جيڪي پڙهيم ڪتاب يادگيرين جو مجموعو آهي، جيڪو محمد طالب پرٽ پنهور پورٽائيءَ جو لکيل آهي، جنهن ۾ ليکڪ پاران پنهنجي زندگي جي احوال سميت مختلف شخصيتن جو ذڪر ڪيو آهي ۽ مختلف شخصيتن سان ملاقاتن جو احوال پڻ ڏنل آهي. ليکڪ انتساب پنهنجي والد ۽ والده جي نالي ڪيل آهي. ڪتاب ۾ ليکڪ ۽ ٻين شخصيتن جون تصويرون پڻ ڏنل آهن. ڊيمي سائيز ۾ ڪچي جلد واري هن ڪتاب 184 صفحا آهن. جڏهن ته ڪتاب جو ملهه 75 رپيا ڇاپيو ويو آهي. هن ڪتاب کي محمد طالب پورٽائي، پورٽي ضلعي نوشهري فيروز مان ڇپائي پڌرو ڪيو آهي.




**جيون پيڙا پيار** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب سنڌ جي ناليواري اديب ڊاڪٽر بشير احمد ’شاد‘ جو سهيڙيل آهي. جنهن ۾ لاڙڪاڻي جي 38 ڪهاڻيڪارن جي تعارف ۽ تصوير سان گڏ انهن جي ڪهاڻين مان هڪ هڪ چونڊ ڪهاڻي پڻ ڏني وئي آهي، ڪتاب ۾: جمال ابڙي، اياز قادري، سوڀي گيانچنداڻي، انيس انصاري، سليم ڪورائي، روشن علي تني، ملڪ آگاڻي، ڪيهر شوڪت، مهتاب اڪبر راشدي، رزاق مهر، زيب سنڌي، اختر جانوري، منظور ڪوهيار، بدر ابڙي، ڪليم لاشاري، اخلاق انصاري، انور پيرزادي، ممتاز عباسي، جهان آرا سومري، در محمد پناڻ، شاهنواز سودر، محمد هاشم حامي، ممتاز ابڙي، اسحاق انصاري، غلام مصطفيٰ مشتاق، محمد علي پناڻ، ادا انصاري، غلام مصطفيٰ مشتاق، محمد علي پناڻ، ادا قاضي، مقصود گل، احسان دانش، سڪندر عباسي، بدر ڌامراهو، رياضت برڙي، جهانگير عباسي، محمود شرف صدقي، ايوب گاهه، انور موج، رضوان گل، ۽ بشير احمد نالي اديبن ۽ ليکڪن جا تعارف ۽ ڪهاڻيون شامل آهن. هن ڪتاب ۾ شامل ڪهاڻيڪارن جا تعارف احسان دانش لکيا آهن. ڪتاب جو ٽائيٽل ناليواري چترڪار منور ابڙي جو ٺهيل آهي. 276 صفحن تي مشتمل هن ڪتاب جي قيمت 130 روپيا آهي. جنهن کي سچل ادبي مرڪز لاڙڪاڻي نومبر 2000ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو.



# ڇ

**ڇمورو چوٽي**: کيرٿر جي هيءَ چوٽي گورک کان هيٺ اولهہ طرف آهي. هن چوٽيءَ جي پرسان ڇمورو لڪ آهي، جتان لهي بلوچستان ۾ ڇمورو ماتريءَ ۾ پهچبو. ڇمورو ماتريءَ ۾ ڇمون تمام گهڻا ٿين ٿا. ڪجي ۽ پيش جا وڻ ۽ ٻوٽا بہ عام جام آهن ۽ پپرل، لوهيڙي ۽ کهوءَ جا وڻ بہ تمام گهڻي تعداد ۾ ڏسڻ ۾ ايندا آهن. هتي ڪڻڪ، جَوق، ٽر ۽ گوار جا فصل بہ تمام ڀلا ٿيندا آهن.

ساڳيءَ طرح گورک جي هن چوٽيءَ تي شاهہ بلوط، بادام، انجير ۽ ڇمن جا وڻ ڪثرت سان ڏسڻ ۾ ايندا آهن. جن ۾ ميوو گهڻو ٿئي ٿو، پر لذيذ گهٽ ٿئي ٿو. چوتہ سپ وڻ خودرو آهن. هن چوٽيءَ تي ڪڻڪ، تر ۽ گوار جي پوکي بہ ٿئي ٿي. آبهوا جي خيال کان هيءَ چوٽي گهڻي صحت بخش آهي، جتي تفريحي مرڪز ۽ آرامگاهہ موجود آهن.





# جھ

**جھونگار** (ڪتابي سلسلو): سانگهڙ شهر مان شايع ٿيندڙ ڪتابي سلسلي 'جهونگار' جا هيل تائين ايڪيهه تحقيقي ڪتاب شايع ٿي چڪا آهن. هن ڪتابي سلسلي جو باني استاد نظاماڻي آهي. نارا ريسرچ اينڊ پبلشنگ آرگنائيزيشن طرفان هي سلسلو 1999ع کان شروع ٿيو. جهونگار ڪتابي سلسلي جو خاص موضوع حر تحريڪ، پاڳارا خاندان ۽ ان جون ملڪي، قومي، سماجي ۽ ديني خدمتون رهيو آهي. ان کانسواءِ هن رسالي ۾ ماحوليات، تاريخ، تاريخي ماڳ مڪان، شخصي خاڪا، سفرناما ۽ تحقيقي ادب به ڇپبو رهيو آهي. جهونگار سلسلي کي اهو اعزاز به حاصل آهي ته ان جمود جو شڪار ٿيل حر تحريڪ بابت تحقيق جو دروازو کوليو، جنهن ڪري حر تحريڪ جي باري ۾ تحقيق ۽ اشاعت جو سلسلو شروع ٿيو. ڪتاب، مضمون ۽ تحقيقي مقالا شايع ٿيا، حر تحريڪ ۽ ان جي انقلابي اڳواڻ سورهيه بادشاهه بابت ڪانفرنسون ۽ سيمينار به ٿيا. جن ۾ پروفيسر محمد عمر چند، ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ، الهورايو ڀڻ، حاجي ولي محمد نظاماڻي، مير محمد فقير نظاماڻي، پروفيسر محمد مبين وساڻ، پروفيسر قلندر شاهه لڪياري، فقير شاهنواز نظاماڻي، تاج جويو، امر لغاري، نواز ڪنير، ملهار فقير خاصخيلي، استاد نظاماڻي، حافظ عبدالرزاق مهراڻ سڪندري ۽ ٻيا شريڪ ٿيندا رهيا.



**جهاٻيرو** (ديهه): پني عاقل ۾ هڪ ديهه جو نالو.

**جهاٻيري/جهاٻيلي**: سنڌ جي شڪارين، مهاڻن ۽ مير بحرن ۾ جهاٻيري يا جهاٻيلي ذات آهي، جن کي جهبير به چيو ويندو آهي. هي گهڻو ڪري سنڌو درياهه جي ڪنارن سان رهندا آهن. (وڌيڪ ڏسو 'جهبير'، جلد چوٿون، ص 67).

**جهاتر**: تازي ۽ گهاٽي جا ول جهنگ کي 'جهاتر' چئبو آهي، خاص ڪري جتي ننڍڙا ۽ گهاٽا وڻ هوندا آهن، جن جي لامن ۾ گهاٽائي هوندي آهي، ان کي 'جهاتر' سڏبو آهي.

**جهاٽڪو**: ڪنهن جانور کي تڪبير وجهڻ کان سواءِ ڌڪ هڻي، اُن جي سِسي لاهڻ يا ڪهڻ جي حالت کي 'جهاٽڪو' چئبو آهي. خاص ڪري سک فرقي وارا ڪنهن جانور کي ذبح ڪرڻ لاءِ 'جهاٽڪي' وارو طريقو استعمال ڪندا آهن. ٻاهرين ملڪن ۾ خاص ڪري ۽ اسان وٽ به ڪن شهرن ۾ جانورن کي 'جهاٽڪي' ذريعي ذبح ڪيو ويندو آهي.

**جهاجهر**: جهاجهر هڪ قسم جي کَهري يا سخت غاليچي کي سڏيو ويندو آهي، جيڪو گهڻو ڪري تنبوءَ يا خيمي جي پوش لاءِ ڪم آڻبو آهي.

**جهارو**: 'جهارو' تمام ڇڊي لَسيءَ کي چئبو آهي، جنهن ۾ پاڻي گهڻو گڏيل هوندو آهي. 'ڇڊيءَ پنگ' کي به جهارو چئبو آهي. عام اصطلاح ۾ نيرن پاڻيءَ کي به 'جهارو' چيو ويندو آهي. ان کان سواءِ پڪيءَ جي لاماري کي به سنڌيءَ ۾ جهارو چئبو آهي. مثال طور: 'پڪيءَ جهارو ڏنو'. ان کان سواءِ پڪين جي ولر ڪري اُڏامڻ واري حالت کي به 'جهالارو' چيو ويندو آهي.

**جهالار** (ديهه): تعلقي بدين ۾ هڪ ديهه جو نالو. سنڌ ۾ هڪ جبل 'جهالار' به آهي.

**جهانجهلي** (ديهه): تعلقي بدين جي هڪ ديهه جو نالو.

**جهانجهٽجا** (ذات): سنڌ ۾ هڪ ذات جو نالو.

**جهامٽي**: جهامٽي ڪنن ۾ پائڻ جو هڪ قسم جو زيور آهي. جيڪو ڪنن جي پاپڙيءَ ۾ پاتل واليءَ ۾ مڇلين جي صورت ۾ ٿيندو آهي. جهامٽي/جهامٽين ۾ 15، 16 ننڍڙيون مڇليون ٿينديون آهن.

**جانهيليو**: جهانهيليو هٿ کان ٿورو وڏو ٿيندڙ هڪ ٻوٽي جو قسم آهي، جنهن ۾ اڇا گل ٿيندا آهن ۽ اهي گل، ڇانهين جي ول جي گل جيڏا ٿيندا آهن.

**جهانءِ**: ڪنهن ساز يا گهر جي آواز کي جهانءِ سڏيو ويندو آهي. جهانءِ گهر جو هڪ قسم به آهي، جنهن گهر ۾ مڇلين جي جهالر ٿيندي آهي. جهانئن وڄائڻ جو به هڪ ساز ٿيندو آهي جنهن ۾ ٽليون ٿينديون آهن، هي ساز خاص ڪري ٿر ۾ عام طرح وڄايو ويندو آهي.



# چ

**چارلس ڊڪنس:** جڳ مشهور مصنف چارلس ڊڪنس، 07 فيبروري 1812ع تي جان ڊڪنس جي گهر پورٽ مائوٿ ۾ جنم ورتو. سندس والد نيويءَ ۾ ڪلرڪ هو ۽ فضول خرچ هئڻ ڪري اڪثر قرضي رهندو هو. قرض واپس ڪرڻ جي عادت هن ۾ بنهه نہ هئي، جنهنڪري هن کي ڪيترائي پيرا جيل جو منهن بہ ڏسڻو پيو.



چارلس ڊڪنس اڃا پنهنجو تعليمي سفر شروع ئي نہ ڪيو هو تہ عدالت سندس پيءُ کي جيل جي حوالي ڪري ڇڏيو. گهر جون حالتون پهرين کان ئي خراب هيون. جنهنڪري کيس اسڪول ڇڏي هڪ فيڪٽريءَ ۾ مزدوري ڪرڻي پئي، جتي هيءُ بوتلون ڌوئي انهن تي ليبل چنبڙائيندو هو. ان کان پوءِ هيءُ جوتن جي فيڪٽري ۾ ملازم رهيو. ان دوران هن جي ڏاڏي بيماريءَ وگهي لاڏاڻو ڪري وئي، جنهن پنهنجي پونئيرن لاءِ ڪافي ملڪيت ڇڏي ۽ جان ڊڪنس پنهنجو قرض لاهي جيل مان آزاد ٿي گهر آيو. پر ڪجهه وقت کان پوءِ ٻيهر قرضدار ٿي جيل هليو ويو. چارلس ڊڪنس هڪ وڪيل وٽ ملازمت ڪئي، جتي هن شارٽ هينڊ سکي ۽ کيس House of Commons ۾ رپورٽر جي نوڪري ملي وئي. اتي هيءُ ماريا بيڊنل (Maria Beadnell) تي موهت ٿي پيو، پر اهو نينهن جو ناتو گهڻو عرصو نہ هلي سگهيو.

هن لکڻ جي شروعات هڪ ڪهاڻيءَ The Dinner at Popular Walk کان ڪئي، جيڪا هن پنهنجي وڪالت ۽ رپورٽنگ جي تجربي کي سامهون رکي لکي. بعد ۾ هڪ روزاني اخبار 'ڪرانيڪل مارننگ' لاءِ سوانحي خاڪا لکڻ لڳو. جڏهن تہ لنڊن جي هڪ ٻي رسالي ۾ سندس پهريون ناول 'پڪ وڪ پيپرز' قسطوار ڇپجڻ لڳو ۽ ان دوران هن 'مارننگ ڪرانيڪل' جي ايڊيٽر جارج هوگرٿ George Hograth جي وڏي ڌيءَ ڪيٽ (Kate) سان شادي ڪئي.

رچرڊ ڊبليو لونگ پنهنجي مضمون 'انگلينڊ ۾ چارلس ڊڪنز' ۾ هن ناول بابت لکي ٿو تہ: "هيءُ ناول چارلس ڊڪنس جي پنهنجي ڪهاڻي آهي، جيڪا هن جي ذاتي تجربن تي مشتمل آهي. هن ان ناول وسيلي سماجي، ناانصافين، مسئلن ۽ برائين خلاف آواز اٿاريو آهي." جڏهن تہ سندس سوانح نگار جان فاسٽر لکيو آهي تہ: "چارلس ڊڪنس کي ماڻهن جي ڏک ۽ سک بابت پوري ڄاڻ هئي ۽ انهن جي مسئلن کان چڱيءَ ريت واقف هو ۽ هو انهيءَ ڪوشش ۾ رهيو تہ سندن مسئلن ۾ گهٽتائي اچي."

چارلس ڊڪنس تمام گهڻو محنتي هو. هيءُ هڪ ڪتاب مڪمل ڪرڻ بعد ٻئي ڪتاب لاءِ مسودو تيار ڪندو هو. هن هميشہ ماڻهن جي دلچسپي لاءِ لکيو. سندس تخليقي ڪم جو ڳاڻيٽو تمام گهڻو آهي. جڏهن تہ هن روزاني هفتيوار، ماهوار اخبارن ۽ رسالن ۾ مسلسل لکيو. سندس لکڻيون ۽ ناول مختلف اخبارن ۽ رسالن ۾ لڳاتار ڇپجنديون رهيون. جنهن جو لنڊن جي ماڻهن کي گهڻو انتظار رهندو هو. هن جا موضوع لنڊن، لنڊن جا ماڻهو لنڊن جي زندگي، انسان جا ڏک، اهنج، خوشيون، سازشون، ماڻهن سان ٿيندڙ ناانصافيون ۽ ويساهہ گهاتيون هئا. سندس اسلوب ۽ گهاڙيٽو سادو ۽ شاعراڻو هو. هن گهاڙيٽي ۾ اسڪول، هوٽلون، مسافرخانا، بندرگاهہ، ملاح ٻيڙيون، درياهہ، لنڊن جي گهٽين ۾ وينل عورتون، فقير، غريب ماڻهو ۽ ٻيون ڪيترين ئي شيون ساهہ کڻندي واضح نظر اينديون آهن. جان فاسٽر لکيو تہ: "چارلس ڊڪنس پنهنجي تحريرن ۾ ڪردارن بابت ڪجهه بہ نہ ٿو ٻڌائي، پر ڪردار پاڻ پڙهندڙن کي پاڻ بابت آگاهي ڏين ٿا."

چارلس ڊڪنس زندگيءَ ۾ گهڻي محنت ڪئي، هن بيشمار ناول، ڪهاڻيون، مضمون ۽ خاڪا لکڻ سان گڏ رسالا ڪڍيا، تقريرن کي ڊرامائي انداز ۾ عوام آڏو پيش ڪيو. جنهن کي Reading Shows جي نالي سان سڏيو ويندو هو. هن کي گهوڙي سواري ڪرڻ، ڊانس ڪرڻ، ڪرتب ڏيکارڻ ۽ اداڪاري ڪرڻ جو شوق هوندو هو. اداڪاري هن پنهنجي دوست ۽ ان دور جي نامور اداڪار ولڪي ڪولنز Wilkis Collins کان سکي. جڏهن تہ ڪولنز سان هن The Frozen Deep نالي ڊرامي ۾ اداڪاري بہ ڪئي، جنهن ۾ سندس ڌيءَ بہ اداڪاري جا جوهر ڏيکاريا. اهو چارلس جو پهريون ڊرامو هو. جيڪو ملڪ وڪٽوريا جي سامهون پيش ڪيو ويو هو اعليٰ درجي جو اداڪار بہ هو. هن جي اداڪاريءَ بابت ڪار لائل (Carlyle) پنهنجن خيالن جو اظهار هن طرح ڪيو آهي: "چارلس تمام وڏو ۽ بهترين اداڪار آهي ۽ هيءُ هڪ اهڙو اداڪار آهي، جيڪو سڄو ٿيئٽر پنهنجي ٽوپيءَ هيٺيان لڪائي ٿو گهمي." هن Reading Shows لنڊن کان سواءِ آمريڪا ۾ بہ ڪيا. هڪ اندازي موجب هن صرف ٻن سالن ۾ 'شوز' مان -/54000 پائونڊ ڪمايا. کيس شهرت سان جنون جي حد تائين پيار هو. هن کي جن ڪتابن وسيلي شهرت ملي، تن جو وچور هن ريت آهي:

(1)Sketches by Boy, (2) Oliver Twist, (3) A Chrismas Coral, (4) A Tale of Two Cities, (5) David Copperfield, (6) Great Expectations, (7) Bleak House, (8) Hart Time, (9) Our Mutual Friend.

چارلس ڊڪنس پنهنجي تحريرن جي حوالي سان بالزاڪ، سروانٽيز، وڪٽر هيوگو ۽ شيڪسپيئر کان متاثر هو. جڏهن تہ هن دوستوو سڪي، ٿامس هارڊي، ايڊ گرايلن پو، ٽالسٽاءِ ۽ جارج اورويل کي ڏاڍو متاثر ڪيو.

زندگيءَ جي آخري ڏهاڪي ۾ چارلس جو گھريلو ماحول خراب ٿي پيو. پريشانين سبب ڪيس پھريون دل جو دورو پيو، پر پوءِ به هن پنھنجي ذاتي مصروفيتن ۾ ڪنهن به قسم جي گھٽتائي نه آندي. نيٺ الوداعي Reading Shows دوران کيس دل جو دورو پيو. جنھن سندس انت آندو ۽ 09 جون 1870ع تي لاڏاڻو ڪري ويو. کيس وصيت موجب ميري جي قبرپرسان دفنايو ويو. اڻويھين صدي جي هن عظيم اديب جي ناولن تي ڪيترائي ڊراما ۽ فلمون ٺهي چڪيون آهن. لنڊن جي نالي هن مصنف جي رهائشگاهه موجوده وقت ۾ ميوزيم جي صورت اختيار ڪري چڪي آهي. جڏهن ته حڪومت پاران 'ڊڪنس سينٽر' قائم ڪيا ويا آهن. هر سال لنڊن ۾ سندس نالي پنيان فيسٽيول ٿيندا آهن ۽ ڪرسمس جي موقعي تي هن جي نالي ڪيڪ ڪٽيا ويندا آهن.

برطانوي حڪومت پاران 76.500 چورس وال تي 'ڊڪنس ورلڊ' ٺاهي وئي آهي، جنهن ۾ هڪ سينيما، هوٽل ۽ لائبريري آهي. هن جي نالي نوٽ ڇاپيا ويا، جنهن جي هڪ پاسي هن جي تصوير ته ٻي پاسي سندس مشهور ناول 'پڪ وڪ پيپرز' جي ڪردارن جا عڪس ڏنا ويا هئا.

**چانڊيو، دريا خان:** دريا خان ولد سالار خان چانڊيي جو ڳوٺ هاڙوڪي تعلقي سڪرنڊ ۾ هو ۽ هي شادي خان چانڊيي جو ڀاءُ هو. پاڻ ٽالپرن جي دور ۾ ٺٽي جو مختيارڪار هو. 1786ع ۾ جڏهن مير سهراب خان ٽالپر جي ڀاءُ مير غلام محمد خان ٽالپر عمرڪوٽ تي ڪاهه ڪئي ته حيدرآباد جي والي مير فتح علي خان، دريا خان چانڊيي کي ڪجهه ماڻهوڏئي مير غلام محمد خان ٽالپرجي واهر لاءِ موڪليو. جڏهن دريا خان چانڊيو عمرڪوٽ پهتو ته عين ان وقت مير غلام محمد خان ٽالپر عمرڪوٽ جي راجپوتن جي لشڪر هٿان شهيد ٿي پيو ۽ سندس لشڪر ڇڙوڇڙ ٿيڻ لڳو. دريا خان مير صاحب جي لشڪر کي گڏ ڪري همٿايو ۽ ٻيهر راجپوتن سان جنگ جوٽي ۽ ڏاڍي جوش سان وڙهيو. آخر ان ويڙهه ۾ هو پاڻ به شهيد ٿي ويو. سندس ميت کي حيدرآباد آڻي پڪي قلعي ۾ دفن ڪيو ويو. هاڻي سندس قبر جا نشان موجود نه رهيا آهن.

**چانڊيو، شادي خان:** شادي خان ولد سالار خان چانڊيو ٽالپرن جي دور ۾ سڪرنڊ واري علائقي جو مشهور زميندار ۽ هلندي چلنديءَ وارو شخص ٿي گذريو آهي. پاڻ مير سهراب خان ٽالپر (والي خيرپور) جو درٻاري پڻ ٿي رهيو. محرم 1205هه/ 1790ع ۾ وفات ڪري ويو. سندس آخري آرامگاهه تعلقي سڪرنڊ ۾ سندس نالي پويان قائم ٿيل ڳوٺ جي پر ۾ راهو رتول قبرستان ۾ آهي. سندس مزار مٿان عاليشان مقبرو جڙيل آهي، جنهن جي ڊيگهه ۽ ويڪر 17 x 17 فوٽ ۽ اوچائي 26 فوٽ آهي. اڏاوت ۾ پڪيون سرون ۽ گچ گارو استعمال ٿيل آهي. ديوارن تي چن ۽ سٽيءَ جو ليپو ڏنل آهن. گنبذ ابتي گول پيالي وانگر آهي، مرمت نه ٿيڻ ڪري مقبري جي حالت زبون آهي. مقبري ۾ ساڻس گڏ سندس گهرواري پڻ دفن ٿيل آهي. ٻنهي قبرن تي ڪو به ڪتبو وغيره لڳل ڪونهي.

**چانڊيو، عبدالرزاق:** ادب دوست ڪامورو ۽ ليکڪ عبدالرزاق چانڊيو ولد نبي بخش خان چانڊيو، ڳوٺ ڪنڌي چانڊيي تعلقي ۽ ضلعي بدين ۾ 15 آگسٽ 1945ع تي ڄائو تعليمي حوالي سان بي. ڪام، ايم. اي (اڪنامڪس) ۽ ايل. ايل. بي آهي.



عبدالرزاق چانڊيي 20 جنوري 1975ع کان سرڪاري ملازمت اختيار ڪئي ۽ مهراڻ آرٽس ڪائونسل، حيدرآباد (ثقافت ۽ سياحت کاتي حڪومت سنڌ) 17هين گريڊ ۾ سيڪريٽري مقرر ٿيو. جتي 1985ع ۾ ترقي ڪري ڊپٽي ڊائريڪٽر/سيڪريٽري (گريڊ 18) ٿيو. 91-1990ع ۾ ڊپٽي ڊائريڪٽر سچل اڪيڊمي خيرپور مقرر ٿيو. جتان 92-1991ع ۾ ٻيهر مهراڻ آرٽس ڪائونسل حيدرآباد ۾ ڊپٽي ڊائريڪٽر ٿي آيو. 1993ع ۾ کيس 19 گريڊ ۾ ترقي ڏني وئي، عبدالرزاق چانڊيو مهراڻ آرٽس ڪائونسل حيدرآباد ۾ 1975ع کان 12 نومبر 2004ع تائين لڳ ڀڳ 30 سال انتظامي عهدي تي رهيو. بعد ۾ 13 نومبر 2004ع کان 14 آگسٽ 2005ع تائين لياقت ميموريل لائبريري ثقافت کاتي حڪومت سنڌ ۾ ڊپٽي ڊائريڪٽر طور مقرر ڪيو ويو. جتان ئي هن نوڪريءَ تان رٽائرمينٽ ورتي.

عبدالرزاق چانڊيي وٽ سنڌ ميوزيم حيدرآباد جي ڊائريڪٽر جي اضافي چارج 1992ع کان 1994ع تائين رهي. اهڙيءَ ريت وٽس 1992ع ۾ ڀٽ شاهه ثقافتي مرڪز جي اضافي چارج پڻ رهي. ساڳيءَ ريت هن وٽ سنڌ ميوزيم جي ڊائريڪٽر جي اضافي چارج 1997ع کان 1998ع تائين رهي. 2003ع ۾ هو ڊائريڪٽر سنڌ ميوزيم به رهيو. ان کان سواءِ عبدالرزاق چانڊيي وٽ 1996ع کان 1997ع تائين سنڌي لئنگئيج اٿارٽي حيدرآباد جي سيڪريٽري جي واڌو چارج پڻ رهي.

عبدالرزاق چانڊيي مهراڻ آرٽس ڪائونسل جي عمارت جي اڏاوت کان سواءِ اتي خوبصورت آڊيٽوريم، به آرٽ گئلريون، به مڪ هال پڻ ٺهرايا. هن مهراڻ آرٽس ڪائونسل جي احاطي ۾ هڪ خوبصورت پارڪ ۽ باغ پڻ رکرايو. هن ننڍن ملازمن جي رهائش لاءِ ڪوارٽر به تعمير ڪرايا، هن پنهنجي دور ۾ مهراڻ آرٽس ڪائونسل حيدرآباد ۾ سوين ثقافتي ۽ سماجي پروگرام ڪرايا. مهراڻ آرٽس ڪائونسل حيدرآباد پاران ڇهه اهم ڪتاب ڇپرايا، جن ۾ مولانا حاجي احمد ملاح جو قرآن پاڪ جو منظوم ترجمو 'نور القرآن' (ٻيو ڇاپو) پڻ شامل آهي، هن پنهنجي دور ۾ پاڪستان جي سمورن صوبن ۾ سنڌي لوڪ ثقافتي نماءُ ڪرايا ۽ موسيقي ۽ آرٽ جي ميدان ۾ ڪيترن باصلاحيت فنڪارن ۽ آرٽسٽن کي متعارف ڪرايو.

رٽائرمينٽ کان پوءِ عبدالرزاق چانڊيي 'اندر روح رهيام' عنوان سان مهراڻ آرٽس ڪائونسل جي تاريخ تصويرن جي آئيني ۾ لکي تيار ڪئي

آهي. جيڪا ڇپجي نہ سگهي آهي. ملازمت تان فارغ ٿيڻ کانپوءِ عبدالرزاق چانڊيو، قاسم آباد ۾ پيپلز پارٽيءَ جو سرگرم ڪارڪن ٿي رهيو آهي ۽ اڄا تائين سندس وابستگي پاڪستان پيپلز پارٽيءَ سان آهي.

**چانڊيو، نسرين**: نامور سياستدان نسرين چانڊيو 1966ع ڌاري حيدرآباد شهر ۾ محمد باقر چانڊئي جي گهر ۾ جنم ورتو. هن شروعاتي تعليم حيدرآباد مان ورتي، پر پوءِ سندس خاندان لڏي وڃي ڪراچي آباد ٿيو، هن وڏيڪ ايم. اي تائين تعليم ڪراچيءَ مان ئي ورتي. هن جو شروع کان وٺي پيپلز پارٽيءَ سان لاڳاپو رهيو آهي. سندس خاندان جا فرد پيپلز پارٽيءَ جي بنيادي ميمبرن مان آهن. نسرين کي پيپلز پارٽيءَ پاران 1988ع ۾ سٽي ايريا جو جنرل سيڪريٽري چونڊيو ويو. ان بعد ڪراچيءَ جي ضلعي ڏکڻ جي 7 سال اطلاعات جي سيڪريٽري رهي، جڏهن ته بعد ۾ کيس ڪراچي ڊويزن جو سيڪريٽري اطلاعات مقرر ڪيو ويو. جتي ڪجهه عرصي تائين ڪم ڪرڻ کانپوءِ ضلعي ڏکڻ جي عورتن واري ونگ جو صدر مقرر ڪيو ويو. 2002ع ۾ کيس عورتن جي مخصوص سيٽ تي چونڊيو ويو. ان دؤر ۾ پيپلز پارٽي اپوزيشن سيٽن تي ويٺل هئي. نسرين سنڌ اسيمبليءَ ۾ عوامي مسئلن تي ڀرپور آواز اٿاريو. نسرين چانڊيو هڪ باوقار ۽ بهادر عورت آهي. هن پنهنجي سياسي جدوجهد دوران اڊيالا ۽ سينٽرل جيل ڪراچي جي ياترا سميت 9 ڀيرا گرفتار ٿي جيل وڃي چڪي آهي ۽ محترمه بينظير جي سوئز اساسن جي معاملي تي سوئز سفارتخاني جي سامهون 45 ڏينهن بک هڙتال به ڪري چڪي آهي. نسرين سياست کان علاوه 1988ع واري دؤر ۾ هڪ سنڌي اخبار ۾ ڪرائم رپورٽنگ پڻ ڪئي. هوءَ هن وقت ڪراچيءَ ۾ رهائش پذير آهي.

**چنا، عائشہ خاتون**: سنڌ جي نامياري تعليمدان جيجي عائشہ خاتون چنا، پاٽ ضلعي دادوءَ جي معزز شخصيت، رئيس محمد يوسف چنا جي نياڻي هئي. هن پاٽ شريف ۾ 1885ع ۾ هڪ سکيي ستابي



گهر ۾ جنم ورتو. هن ماستر خان محمد چنا سان شادي ڪئي، جيڪو پڻ پنهنجي وقت جو ماهر تعليم هو. جيجي عائشہ خاتون، پاٽ شريف ۾ 1910ع ۾ مڪتب/ مدرسو قائم ڪيو. جتي 1973ع تائين مسلسل درس تدريس ڏيندي رهي، جڏهن مرڪزي وزير تعليم عبدالحفيظ پيرزادي، مُلا مڪتبن جي گرانٽ بند ڪري ڇڏي ته هو سنڌن ملا مڪتب ۽ پرائمري اسڪول به بند ٿي ويو. انهيءَ مڪتب ۽ اسڪول ۾ سوين شاگردن تعليم حاصل ڪئي، جن ۾ ڪيترين نامياريون شخصيتون (1) عبدالله چنا، نامور اديب ۽ اڳوڻو ڪليڪٽر، جيڪو سندس ننڍو ڀاءُ هو. (2) پروفيسر امينا خميساڻي، سندس ڀاڻيجي، (3) پروفيسر ڪريم بخش چنا سندس ڀاڻيجو هو نامور ليڪ، قومي ڪارڪن ۽ ٻيا شامل هئا. هن معزز خاتون ۽ تعليمدان 16 آگسٽ 1975ع تي وفات ڪئي ۽ کيس وصيت موجب ابائي "قاضي قاسمائي قبرستان" پاٽ شريف ۾ مٽي ماءِ حوالي ڪيو ويو.

**چنا، عبدالقيوم**: عبدالقيوم چنا ولد خليفو محمد قاسم چنا، 11 نومبر 1910ع ۾ پاٽ شريف لڳ ڳوٺ ڪلريءَ ۾ پيدا ٿيو. سندن ڏاڏو خليفو صديق محمد چنا، مخدوم عبدالرحيم گرهوڙيءَ جو خليفو هو ۽



پنهنجي ٽئين حج سفر دوران 1850ع روزميري جهاز جي ٻڏڻ جي ڪري، حج جي واپسيءَ دوران يمن جي بندرگاهه حديده ڀرسان حادثي ۾ شهيد ٿي ويو. سندس هٿ سان لکيل قرآن شريف اڄ به سندس خاندان وٽ موجود آهي.

عبدالقيوم چنا جي جمڻ کان ٿورو وقت پوءِ سندس والد ۽ بعد ۾ سندس والده گذاري وئي. پوءِ کيس سندس وڏي ڀاءُ سعدالله ۽ ڀيڻ سليمت خاتون کي سندس مامي پوست ماستر عبدالحفيظ چنا پاليو. پوءِ هي جون 1921ع ۾ ٽنڊي باگي لارنس مدرسي ۾، جيڪو مير غلام محمد ٽالپر کوليو هو. اسڪول جو پهريون فري بورڊر هو. ساٿس گڏ محمد حسين ترڪ اسڪول جو اوائلي شاگرد هو. محمد صديق مسافر، عبدالرسول قاضي، ايچ.ايم خواجه ۽ مدرسي جو باني مير غلام محمد ٽالپر کيس پائيندا هئا. هن سنڌ مدرسي مان 1928ع ۾ مئٽرڪ ڪئي، جيڪو بمبئي يونيورسٽيءَ سان ملحق هو. هو انگريز دؤر کان ئي مختيارڪار ٿي رهيو ۽ ڪنڊياري، شڪارپور، سيوهڻ، ننگرپارڪر، سکر، ڏيپلي ۽ ڇاڇري ۾ مختيارڪار ۽ بنوري ۾ 1952ع ۾ ريذنٽ مئجسٽريٽ ٿي رهيو. هن 1956ع ۾ موهن لال پاڪستانيءَ جي مدد ۽ ڪليڪٽر انور عادل جي تعاون سان ننگرپارڪر ۾ پهريون بوائز مڊل اسڪول کولايو. 1961ع ۾ وري ڳڙهي خيري جمالي ۾ گرلز اسڪول، ڪلب ۽ ماڊل اسڪول کولارايائين. جنهن ڪم ۾ مستري محمد حسن چيئرمئن ٽائون ڪميٽي، ماستر رسول بخش گوپانگ، ماستر علي محمد سومري، سيد فقير شاهه ۽ خان بهادر جعفر خان بليديءَ سندس وڏو ساٿ ڏنو. اهو اسڪول اڄ به سندس نالي تي اي.سي (عبدالقيوم) ماڊل هاءِ اسڪول موجود آهي. سندس شادي پاٽ جي معزز استاد خان محمد چنا ۽ جيجي عائشيت خاتون جي نياڻي امرالنساءَ سان ٿي. جنهن مان کيس ڇهن پٽن ۽ چئن ڌيئرن جو اولاد ٿيو. سندس فرزندن مشتاق چنا ۽ نذير چنا سنڌ ۾ ون يونٽ خلاف تحريڪ ۾ حصو ورتو هو. مشتاق چنا فلائيٽ پرسر ٿيو. جيڪو پهريون سنڌي پرسر هو. 1974ع ۾ سندس ڪراچيءَ ۾ شهادت ٿي. عبدالقيوم چنا جو فرزند نذير چنا ادبي ميدان ۾ صوفي تحريڪ ۽ منصور حلاجي تحريڪ کي نروار ڪيو آهي. سندس وڏو فرزند حاجي رشيد احمد چنا مختيارڪار تي ريٽائرڊ ٿيو ۽ هڪ پٽ مختيار چنا

پي.آءِ.اي ۾ فلائيٽ پرسرٽي رٽائر ٿيو. رئيس غلام مصطفيٰ پرڳڙي، مير بنده علي خان ٽالپر، سيد غلام حيدر شاهه، پير علي محمد راشدي، اي.ڪي بروهي، حبيب الله ميمڻ، قاضي اسماعيل، محمد اسماعيل نون سندس گهرا دوست هئا. هو ايماندار مئجسٽريٽ ٿي رهيو. صوفي ۽ ادب دوست هو. هن 20 مارچ 1967ع تي بلڊ ڪينسر جي بيماريءَ ۾، ڪوٽڙيءَ ۾ وفات ڪئي ۽ ڪوٽڙي ۾ ئي دفن ٿيو.

**چنا، ڪريم بخش:** سنڌ ۾ علم جي لاٽ ٻارڻ ۾ جتي الهندي شاهه، حسن علي آفندي ۽ ايچ. ايم. خواجه جو ذڪر ٿيندو، اتي ڪريم بخش چنا جون خدمتون به ياد رکيون وينديون. پروفيسر ڪريم بخش چنا، 17 جولاءِ



1916ع تي عبدالحليم چنا جي گهر دادوءَ جي مشهور علمي ڳوٺ پاٽ ۾ جنم ورتو. پنجن سالن جي عمر ۾ مقامي مدرسي ۾ مذهبي تعليم وٺڻ لاءِ داخل ٿيو. بعد ۾ پاٽ جي پرائمري اسڪول مان تعليم حاصل ڪري، 1935ع ۾ مقامي انگريزي اسڪول مان (بمبئي يونيورسٽي مان) ميٽرڪ ڪيائين. 1939ع ڌاري بي. اي ڪيائين ۽ 1941ع ڌاري ايم. اي عربي ۽ انگريزيءَ ۾ ڪري بي. ٽيءَ جو امتحان ڏنائين. هاءِ اسڪول ميهڙ ۽ پوءِ دادو هاءِ اسڪول ۾ تدريسي شعبي سان واڳجي ويو. استاد بخاري گورنمينٽ ڪاليج ۽ پير الاهي بخش لا ڪاليج جو بنياد به ڪريم چنا جو وڌل آهي. سندس ذوق ۽ شوق ڏسي مخدوم غلام حيدر ڪيس مخدوم نوح سروري اسلاميه ڪاليج هالا جو پرنسپال مقرر ڪرايو. 1971ع ۾ ڪيس ڪامپريهينسو هاءِ اسڪول ميرپور خاص جو پرنسپال 1972ع ۾ ڊسٽرڪٽ ايجوڪيشن آفيسر ڪراچي ۽ بعد ۾ D.E.O ٺٽو مقرر ڪيو ويو. ڪافي عرصو اڪيڊمڪ اسڪول ايجوڪيشن ڪراچي ريجن جي ڊپٽي ڊائريڪٽر طور به خدمتون سرانجام ڏنائين. 1975ع ۾ ڪيس سنڌ ٽيڪسٽ بوڪ بورڊ ۾ انگريزي سبجيڪٽ جو اسپيشلسٽ مقرر ڪيو ويو. پاڻ وڏيرڪي نظام جو سخت مخالف هو. سندس ڪيترائي ڪتاب لکيل آهن. جيڪي مختلف ڪورسن تي رکيل آهن. جن مان: (1) تمدن اسلام ۽ تاريخ اسلام (پاڱو پهريون) (2) رسول ڪريم، (3) بني عباسيه، (4) تمدن جي ماهيت وغيره مشهور آهن. آخري وقت ۾ پنهنجي لائبريري انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجيءَ کي ڏئي ڇڏيائين ۽ وحدت ڪالوني حيدرآباد ۾ رهيو. هن تعليم ۽ علم جي عاشق 9 نومبر 1986ع تي حيدرآباد ۾ وفات ڪئي.

**چنا، نذير احمد:** اديب، سياسي ڪارڪن ۽ اڳوڻو پي. ٽي. وي نيوز پروڊيوسر نذير احمد چنا، جوهيءَ ۾، 8 نومبر 1945ع تي، پهرين ربيع الاول (ڏياريءَ جي ڏينهن) تي پيدا ٿيو. جتي سندس والد عبدالقيوم چنا مختيارڪار هو. سندس والده جو نالو امرالنساء چنا آهي. جيڪا پڻ جوهيءَ ۾، اسڪول ٽيچر رهي هئي. اصل ۾ سندس ڳوٺ پاٽ شريف آهي. هن سکر جي سينٽ ميريز اسڪول ۾، 1954ع ۾ فادر ڪرسٽافر ۽ سسٽر ڊورٿي جي نظرداريءَ هيٺ انگريزي شاعريءَ ۾ نالو ڪمايو. هن



1959ع ۾ مئٽرڪ، شيردل ميونسپل اسڪول ڪوٽڙيءَ مان ڪئي. 1963ع ۾ بي. ڪام سنڌ ڪاليج آف ڪامرس حيدرآباد مان، ۽ ايل. ايل. بي 1965ع ۾ سنڌ مسلم لا ڪاليج ڪراچيءَ مان ڪري دنيا. جو ننڍي ۾ ننڍو مئٽرڪ ۽ ايل. ايل. بي پاس ثابت ٿيو. 1962ع ۾ حيدرآباد ۾ شريف ڪميشن رپورٽ خلاف بين دوستن: نثار خواجه، يونس شرر، جلال وغيره سان گڏجي بک هڙتال ڪيائين ۽ ان کان پوءِ ونيونٽ خلاف 'بوٽ پالش تحريڪ' پنهنجي ڀاءُ شهيد مشتاق چنا، مشتاق قريشي ۽ بين دوستن سان گڏجي شروع ڪيائين. جنهن ۾ مشهور اديب ناصر مورائي، شمشير الحيدري، نسيم واسطي، طاهر رضوي ۽ ٻيا ساڻس گڏ هئا. هن لاهور، ڪراچي، ملتان، ڪوئيٽا، پشاور ۽ بين هنڌن تي ونيونٽ خلاف تقريرون ۽ پريس ڪانفرنسون ڪيون. محترمه فاطمه جناح جي صدارتي چونڊ دوران شيخ عبدالمجيد سنڌي ۽ مير رسول بخش ٽالپر سان گڏجي ڪم ڪيائين. نذير چنا، فيض احمد فيض، احمد فراز، ميجر اسحاق، سي. آر. اسلم، جون ايليا، جي. ايم. سيد، رئيس امروهوي، پير حسام الدين راشدي، معراج محمد خان، حسين نقوي، شهيد فاضل راهو، حفيظ قريشي (سينيئر)، محمد ابراهيم جويو، سوڀي گيانچنداڻي، ڪامريڊ پوهو مل، پروفيسر جمال نقوي، پروفيسر نصير، مرزا عابد عباس، ڪامريڊ مشتاق ميمڻ ۽ مولانا ڀاشانيءَ سان گڏ سوشلسٽ ۽ قومي تحريڪن ۾ ڪم ڪيو. هو شهيد مقبول ڀٽ جو ساٿي رهيو ۽ ايران جا ٽي ڀيرا دورا ڪيائين. 1973ع کان 1981ع تائين پي. ٽي. وي ڪراچيءَ تي پهريون سنڌي نيوز پروڊيوسر ٿي رهيو ۽ 1981ع ۾ پشاور سينٽر تان ضياء الحق جي فوجي آمريت خلاف احتجاج طور ٽي. ويءَ جي نوڪريءَ تان استعيفا ڏنائين. هن جي گهر نرسري ڪراچيءَ ۾ سنڌ پيپلز الائينس جون ڪيتريون ميٽنگون ٿيون. جن ۾ حاڪم علي زرداري، رضا رباني، مولابخش چانڊيو، اسماعيل اڍيجو، ارباب کهاوڙ، جام ساقي، مير ٿيٻو، ڪامريڊ عارب ۽ ٻيا سنڌي اڳواڻ گڏ ٿيا. هن وقت نذير چنا صوفي تحريڪ ۾ سرگرم آهي. هن حضرت حسين بن منصور حلاج جي ديوان جو انگريزي ترجمو 2004ع ۾ شايع ڪرايو آهي. ان کانسواءِ شاهه ڪريم بلڙيءَ واري جي ڪلام (مرتب: ڊاڪٽر عمر بن محمد دائود پوٽو) ۽ آپا شمس عباسيءَ جي آتم ڪٿا جو به انگريزيءَ ۾ ترجمو ڪري چڪو آهي.

ڪيس هڪ پٽ غلام عباس چنا آهي، جيڪو ثقافت کاتي ۾ ملازم آهي. نذير چنا ٽي شاديون ڪيون، جيڪي ناڪام ويون. هاڻي

هو اڪيلو آهي ۽ پنهنجي گهر ڪوٺڙي، ٻارڙهن جي پڙ توڙي ڪراچي گلشن حديد ۾ پٽ وٽ رهي ٿو. سندس وڏو ڀاءُ مشتاق چنا، ونيونٽ خلاف بوٽ پالش تحريڪ جو اڳواڻ هو، سو 16 ڊسمبر 1974ع ۾ ڪراچيءَ ۾ شهيد ٿيو. هو پي. آءِ اي ۾ پهريون سنڌي فلائيٽ پرسر هو. نذير چنا کي ڪتابن ۽ شاعريءَ سان سندس گهرو شغف آهي. چيخوف، پشڪن، ٽالسٽاءِ، دوستو وسڪي، فلابرڊ گستائو، شاهہ لطيف، سچل سرمست، مير تقي مير، شيڪسپيئر جو اپياسي آهي. سندس وصيت آهي تہ مرڻ کانپوءِ ڪيس بغداد شريف ۾ منصور حلاج جي قبر جي پيرانديءَ ۾ دفن ڪيو وڃي.

هن وقت عالمي امن جي ڦهلاءَ جي سلسلي ۾ تصوف جي حوالي سان سرگرم آهي ۽ 'منصور حلاج فائونڊيشن' جي بينر هيٺ ڪيترا سيمينار ۽ ليڪچر ڪراچيءَ ۾ ڪري چڪو آهي. هن کي ٿر سان تمام گهڻو پيار آهي، ڇو تہ هو ننگرپارڪر، مٺي، ڇاڇري ۽ ڏيپلي ۾ پنهنجي والد صاحب سان گڏ رهيو آهي ۽ سندس استاد موهن لال پاڪستاني پڻ ننگرپارڪر جو هو. ان کانسواءِ نجيب الله صديقي، سائين بشير قريشي، وارث صاحب، سيف الدين صديقي، مختيار صديقي، پروفيسر قوي احمد، جسٽس دراب پٽيل، جسٽس فخرالدين جي. ابراهيم، جسٽس صفدر شاهہ سندس استاد رهيا آهن. ڪيس سندس والد جي نوڪر مرحوم رمضان پنهور پاليو هو، جيڪو دادوءَ جي نوڙڪي پنهور ڳوٺ جو هو. ان کانسواءِ سندس ماسات، آپا نظير چنا پڻ سنڀال ڪئي ۽ ڪيس قرآن شريف پڙهايائين، جوهيءَ ۾ مائي رامي ٻائي سندس نرس هئي، ۽ مائي ڪنڊل جتياڻي پڻ سندس خدمت ڪئي، جن کي هي هميشہ ياد ڪندو آهي.

**چنجڻي، مولانا ابوالعتيق غلام صديق 'آصف'**: مولانا ابوالعتيق غلام صديق 'آصف' ولد مولانا محمد 'شيدا' چنجڻي، ڳوٺ ميانداد چنجڻيءَ، ضلعي قنبر – شهدادڪوٽ ۾ جنم ورتو. ابتدائي تعليم پنهنجي ڏاڏي مولوي محمد موسيٰ ۽ والد کان ورتائين. بعد ۾ نورنگ، ڀانڊو قبو، بٺي، ٽيڙهي، جندوديري ۽ ميروخان ۾ پڙهيو. سندس دستار فضيلت مولانا خوش محمد ميروخان واري جي مدرسي مان ٿي. تعليم کان فارغ ٿيڻ بعد ڳوٺ جي مدرسي ۾ درس و تدريس ڏيڻ شروع ڪيائين. سنڌي سميت اردو، عربي، فارسي ۽ پشتو رواني سان ڳالهائيندو هو. مدرسي کي فعال بڻائڻ لاءِ جوڳا قدم کنيائين، سندس مدرسو اشرف العلوم جي نالي سان سرڪار وٽ رجسٽرڊ ٿيو. طالب علميءَ واري وقت کان مولانا عبيدالله سنڌي، مولانا محمود انور فيروزي ۽ علي احمد مجروح جي صحبت نصيب ٿيس. پاڻ صاحب هڪ برجستو ليکڪ پڻ هو، ڪيس نثر لکڻ سان گڏ نظم لکڻ تي بہ خاص دسترس حاصل هئس. پنهنجي شاعريءَ ۾ 'آصف' تخلص استعمال ڪندو هو. سندس شاعري ڪافين، غزلين ۽ مرثين تي مشتمل آهي. سندس وفات 26 ذوالحج 1384هہ/29 اپريل 1965ع تي ٿي.

**چنجڻي، مولانا محمد 'شيدا'**: مولانا محمد ولد مولانا خليفي محمد موسيٰ چنجڻيءَ، ڳوٺ ميانداد چنجڻي، ضلعي قنبر- شهدادڪوٽ ۾ جنم ورتو. ابتدائي تعليم ڳوٺ جي مدرسي مان، پنهنجي والد کان ورتائين، وڌيڪ تعليم پرائڻ لاءِ پاٽ ۽ نورنگ ويو، آخر ۾ ڳوٺ گاجي کهاوڙ مان مولانا محمد صالح ابڙي کان سند ورتائين. دستاربند ٿيڻ کان بعد ڳوٺ ۾ درس و تدريس جو عمل شروع ڪيائين. هيءُ عالم ۽ شاعر هجڻ سان گڏ حڪمت پڻ ڄاڻندو هو، سندس شفاخانو سندس مدرسي سان گڏ هوندو هو. شاعريءَ ۾ 'شيدا' تخلص استعمال ڪيائين. هن ڪافيءَ تي چڱي طبع آزمائي ڪئي آهي. سندس شاعري ڊاڪٽر در محمد پٺاڻ جي اداري گل حيات انسٽيٽيوٽ خير محمد آريجا ۾ محفوظ آهي. سندس وفات 17 آگسٽ 1971ع تي اباڻي ڳوٺ ۾ ٿي. سندس ۽ قائم ڪيل مدرسي ۾ ڪيس مٽيءَ ماءُ حوالي ڪيو ويو.

**چنو، محمد عمر**: سگهڙ محمد عمر ولد ڪريم بخش چني ڳوٺ ڀمڻ لڳ نئين ديري، ضلعي لاڙڪاڻي ۾ جنم ورتو. هيءُ پنهنجي وقت جو هڪ برجستو سگهڙ هو. پاڻ روينيو کاتي ۾ ڪوٺار هو. ڪيس لوڪ ادب جي ڪافي صنفن ۾ مهارت حاصل هئس. ريڊيو ۽ ٽي. وي جي ڪيترن پروگرامن ۾ شرڪت ڪيائين. محمد عمر چني 1988ع تي وفات ڪئي.

**چنيهہ فقير جي درگاهہ**: چنيهہ فقير ذات جو اڄڻ، کهڙن ۾ اڄڻ فقيرن جي درگاهہ جو باني ٿي گذريو آهي. چنيهہ فقير پنهنجي دور جو نالي وارو شاعر ۽ درويش هو. هن مدح ۽ ڪافي جي صنفن ۾ شاعري ڪئي آهي. سندس حياتي ۽ ڪلام تي مشتمل ڪتاب 'تسورو نينهن' شايع ٿيل آهي. ذوالفقار اڄڻ چنيهہ فقير بابت سهيڙيل ڪتاب ۾ سندس معلومات ڏني آهي. چنيهہ فقير جي درگاهہ کهڙا، تعلقي گمبٽ، ضلعي خيرپور ميرس ۾ آهي. درگاهہ تي عام ماڻهو حاضري ڀريندا رهن ٿا. فقيرن مريدن ۽ معتقدن جو وڏو تعداد هتي اچي ٿو. هتي فقير چنيهہ سندس پٽن ۽ پوٽيرن جون مزارون آهن.

هي مقبرو ٻن حصن ۾ آهي، جنهن مان هڪ ۾ چنيهہ فقير سميت ٻين بزرگن جون مزارون ۽ ٻئي حصي ۾ زيارتين جي ويهڻ جو بندوبست ڪيل آهي. عمارت پڪين سرن جي، گچ گاري جي تعمير ٿيل آهن ۽ مٿان چوني جو ليپو ڏنل اٿس. مهاڙي ۾ مکيہ لنگهہ، وچ واري طاقچي ۾ هو، جنهن کي پوءِ بند ڪري آڏو هڪ ڪوٺي تعمير ڪئي وئي آهي ۽ لنگهہ ڪنڊ کان ڪيو ويو آهي. مکيہ هجري جي ڀرسان هڪ ٻيو ڪمرو تعمير ٿيل آهي. مهاڙيءَ ۾ ڪندن تي ٿنڀ مٿي ڇت تي وڃن ٿا. جڏهن تہ انهن تي جوٽيءَ تي نيلون آهن. ٻيڙ ٻني تي ڪاشيءَ جي سرن جي ڪناري ٻڌل آهي. اڪندو گچ پڻ ڪاشيءَ جي سرن سان تعمير ڪيل آهي. ان تي موجود گنبذ بہ ساڳين سرن سان جنسار ڪيل آهي. گنبذ تي ڪوٺيءَ جي گل تي نيل آهي. ڀر واري ڪمري جي ٻيڙ ٻني تي ڪنگريون آهن ۽ مقبرو ڳچ ڪانسواءِ ڇت تي رکيل آهي. مقبري ۾ اندر بزرگن جون مزارون قطار ۾ آهن، جن کي ننڍڙيءَ ڀت جو احاطو ڏنو ويو آهي. مقبري ۾ اندرئين طرف جنسار اعليٰ زيبائش جو وٽندڙ نمونو آهي. ڇت ۾ ڪاٺ جون ڪامون آهن، جن تي گل واريون سرون وڇائي ڇت ٻڌي وئي آهي. مقبري جي ڀر ۾ عاليشان مسجد آهي ۽ ٻئي پاسي کان اڄڻ فقيرن جي مزارن تي ٻڌل مقبرو آهي. چنيهہ فقير جي مقبري تي عرس پڻ ملهائجي ٿو.

**چنيهہ فقير ميان محمد جي مقبري واري مسجد:** چنيهہ فقير ميان محمد ولد ميان محمد عثمان اڄڻ جي مقبري جي پر ۾ قائم ٿيل مسجد آڳاٽو يادگار آهي. جنهن کي جديد طرز تعمير سان هم آهنگ



ڪيو ويو آهي. تعلقي گمبٽ، ضلعي خيرپور جي شهر کهڙا ۾ قائم چنيهہ فقير جو مقبرو ۽ اڄڻ فقيرن جون مزارون ماڻهن جي زيارت گاهہ آهن.

هتي قائم مسجد مقبري جي پر ۾ آهي: مهاڙيءَ ۾ ڪاشيءَ جون سرون هڻي مسجد جي جنسار کي وڌايو ويو آهي. اڱڻ ۾ فرشبندي ٿيل اٿس. ونگائين لنگهہ ۾ چوڪائي سان ڪاٺ جو سائو دروازو ۽ ٻنهي پاسن کان درين جا نمائشي ڪالم آهن. ٻيڙهني تي ويڪرو تاج آهي، جنهن جي وچ تي ڪنگريون ۽ پاسن کان ٿنڀڙين تي نيلون هنيون ويون آهن. چئني ڪنڊن تي ننڍا ٿنڀ، انهن تي ننڍڙا گنبذ ۽ نيلون نصب ٿيل آهن. ڇت گچ گاري سان لنبيل آهي. انڪنڊي گچ تي گول وڏو گنبذ رکيل آهي، جنهن تي ابتي ڪوٽي جي گل مٿان وڏي نيل هنئي وئي آهي. مسجد آڳاٽي تعمير آهي، هن وقت مرمت ڪرائي ان کي نئون ڪيو ويو آهي. مسجد جي اندر پڻ رنگ روغن ٿيل آهي.

**چوٽير** (پکي): سنڌ جي هن مقامي پکيءَ جو تعلق Alavdidae خاندان سان آهي. انگريزيءَ ۾ هي پکي Crested lark/Indian crested lark، اردوءَ ۾ هندستاني ڪلغي دار چنڊول ۽ سائنسي زبان ۾ Galerida Cristata Chandoola جي



نالي سان سڃاتو وڃي ٿو. هيءُ پکي قد بت ۾ جهرڪيءَ کان ٿورو وڏو تقريباً 19 سينٽي ميٽر (ساڍا ست انچ) جو ٿئي ٿو. هن پکيءَ جو رنگ مجموعي طور ميٽائو ٿئي ٿو جنهن تي ڪارا مائل سنهيون سنهيون ليڪون ٿين ٿيون، هن جا پر ڍگها ۽ نوڪدار، چهنب کي قدر هيٺئين طرف وريل ۽ مٿي تي اوڀي ڪنين جو هڪ ننڍو تاج مٿي تي هوندو اٿس. ميٺوڙي رنگت جي ڪري ڏسڻ ۾ گهڻ ايندو آهي پر پنهنجي مٺي آواز وي... وي... وي، اوو (Whee, Whee, Whee, Whee, OO) وسيلي پنهنجي موجودگيءَ جو احساس ڏياريندو رهي ٿو هن پکيءَ جو آواز تمام گهڻو سريلو ۽ ميناج وارو آهي، جيڪو ڪيس ان خاندان جي ٻين جنسن کان منفرد حيثيت ڏئي ٿو.

هي پکي گهڻو ڪري کليل ميدانن، جبلن جي مٿانهين پٽن ۽ گهٽ آبادي توڙي جزوي واريا سن علائقن ۾ رهڻ جو عادي آهي. ان ڪانسواءِ هٽراڙو (مصنوعي) ماحول سان بہ جلد هري وڃي ٿو گهڻو وقت زمين تي رهڻ پسند ڪندو آهي ۽ اڏام وقت مختصر اڏام پري ٿو سندن خوراڪ ۾ ٻوٽن جا ٻج، گلن جون مکڙيون ۽ هر قسم جا جيت هڙا شامل آهن. هي پکي سنڌ ۽ پنجاب کان وٺندي ڪشمير جي تلهٽي واري علائقي تائين ملي ٿو. سڄي دنيا ۾ هن پکيءَ جون وڏ ۾ وڏ 75 جنسون ملن ٿيون. جن مان هڪ جنس آمريڪا ۾ بہ ملي آهي، جڏهن تہ ننڍي کنڊ ۾ پاڪستان سميت سنڌ ۾ هن خاندان جون 9 جنس ملن ٿيون جن جا لڳ ڀڳ 17 نسل ملن ٿا.

**چيهہ** :Lesser Whistling Duck-Dendrocygna Javanica 42 سينٽي ميٽر جسامت واري چيهہ بدڪ جا نر، ماد هڪجهڙا ٿين ٿا. جن جو ٻچو بہ وڏي پکيءَ جي مشابهہ هوندو آهي. چيهہ جي چهنب ٽنگون ۽ پير سرمائي ڪارا ٿين ٿا. هن بدڪ جي چهنب جا مٿيان کنڀ اخروٽي ۽ پرن جي



ٻاهرئين ڪناري وٽ اخروٽي چاڪليٽي چٽو هوندو آهي، جيڪو اڏامڻ مهل بلڪل صاف ڏسبو آهي. وڏي ۽ ٻچي جي چوٽيءَ تي ناسي کنڀ ۽ چوٽيءَ کان ڪنڌ تائين ڪاري ليڪ ٿئي ٿي. ڳچي هلڪي ڀوري بادامي هوندي اٿس، پيٽ جا کنڀ هلڪا اخروٽي پچ هيٺان اڇو پنيءَ جا کنڀ هيٺا سرمئي ٿين ٿا. جن جون ٻاهريون ڪناريون گولائيءَ ۾ بادامي رنگ جون ٿين ٿيون.

چيهہ اڏامڻ مهل هيٺان ۽ مٿان تمام گهري رنگ جي نظر ايندي آهي. ان جو مٿو ۽ ڳچي سرمائي ڀورو ٿئي ٿو. گهري ناسي چوٽي اٿس، جيڪا مٿي جي پاسن کان جدا رنگ جي ٿئي ٿي. اڏامڻ مهل ان جي پچ جي مٿان روشن اخروٽي ڳاڙهو پٽو ڏسبو آهي. ٻچو وڏي سان گهڻو مشابهہ ٿئي ٿو. پر اندريئن پاسي رنگ ۾ گهٽ چمڪدار ڀورو هوندو اٿس. جسامت ۾ ڳرو آهي، مضبوط اڏار اٿس ۽ پنهنجي نسل جي ٻي جنس Dendrocygna bicolor جي پيٽ ۾ گهٽ شور ڪندو آهي. اڏامڻ مهل هن جو آواز هلڪو مستقل ارتعاشي پر ڪنهن ڪنهن مهل ناگوار چيخ جهڙو هوندو آهي. آرام سان ويٺو هوندو تہ وي-ي-وي جهڙي هيٺانهين آواز ۾ ٽرانڪ نموني سيٽي وڄائيندو آهي.



## ڇ

**ڇا ٿا پڇو ته ڇا هيو** (ڪتاب): هيءَ ڪتاب سنڌ جي ناليواري مزاحمتي شاعر سرڪش سنڌيءَ جي وڇوڙيءَ تي مختلف ليکڪن جي مضمونن، تاثرن، ايڊيٽوريلن ۽ شاعريءَ تي مشتمل آهي. جنهن کي ساجد چانڊيئي ۽ ناياب سرڪش ترتيب ڏنو آهي. هن ڪتاب کي ٽن حصن ۾ ورهايو ويو آهي، پهرين حصي ۾ سرڪش سنڌيءَ جي وفات تي مختلف ليکڪن جا تاثر، مضمون ۽ اخبارن جا ايڊيٽوريل ٻئي حصي ۾ سرڪش سنڌيءَ جي اڻ ڇپيل ڪتاب "ٻانهن وراڪا" جي شاعري ۽ ٽئين حصي ۾ سرڪش سنڌيءَ جون مختلف دوستن سان يادگار رنگين تصويرون ڏنل آهن. هن ڪتاب ۾ راشد مورائي، تاج جويي، اياز گل، غلام رسول چانڊيئي، ڪوثر ٻرڙي، بشير قريشي، زين شاهه، ڊاڪٽر الطاف بخاري ۽ ٻين جا تاثر ڏنل آهن. 200 صفحن تي مشتمل ڊيمي سائيز جي هن ڪتاب کي سرڪش سنڌي يادگار ڪميٽيءَ طرفان 2013ع ۾ شايع ڪرائي پڌرو ڪيو ويو. جنهن جي قيمت 250 روپيا آهي.




**ڇتن شاهه جي درگاهه**: هيءَ درگاهه صوفي بزرگ ڇتن شاهه بخاريءَ جي آهي، جيڪا تعلقي ۽ ضلعي خيرپورميرس ۾ شادي شهيد جي مقبري کان ڪجهه فاصلي تي روهڙيءَ وارين ٽڪرين تي آهي. ڇتن شاهه بخاري لاءِ مشهور آهي ته پاڻ سدائين سچ گو رهيو، سندس ڏينهن ۾ سنڌ تي ڌارين ڀناڻ لٽيرن جون ڪاهون ٿيون، جنهن دوران هن عام ماڻهن ۾ حوصلو ۽ همت پيدا ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. عام خلق لاءِ حاڪمن آڏو سچ جي پرچار ڪئي. مقبرو اتاهين ٽڪرين تي آهي، جنهن تائين پهچڻ لاءِ تمام اوکا گس لنگهڻا پون ٿا. ڇتن شاهه لاءِ مشهور آهي ته پاڻ آسپاس جي بزرگن جو مهندار هو.

هي مقبرو ٽڪريءَ تي تعمير ڪيل آهي. مقبري جي عمارت جو رنگ سفيد ۽ گنبذ سائي رنگ جو آهي. هن هنڌ تي ماڻهن جي آبادي گهٽ آهي. مقبري جي چوگرد وڏيون وڏيون ٽڪريون آهن. مقبري جي اڳڻ جي فرشبندي ٿيل آهي، جنهن کي ننڍي ديوار جو احاطو آهي. عمارت جا ٻه حصا آهن، جن مان پهريون حجرو وڏو ۽ ٻيو ننڍو آهي. عمارت لڳ ڀڳ ٻه صديون پراڻي معلوم ٿئي ٿي، تڏهن به سنڀال ٿيڻ سبب مقبري جي عمارت چڱي حال ۾ آهي. پيڙهه ۾ سائو رنگ ٿيل اٿس، باقي ديوارون چوني سان لتل آهن. مهاڙي ۾ ونگائون لنگهه اٿس، جنهن ۾ چوڪاٺي وارو در نصب ٿيل آهي ۽ دروازي جي پير ۾ ڇتن شاهه جي نالي جي تختي هڻئي وئي آهي. ڇت تي سرن جي ڪناري ٻڌل اٿس. ڇت گاري سان لتل آهي. ڇت تي سائي رنگ جو گنبذ ۽ گنبذ تي ابتي ڪوٽي جي گل مٿان ڪلسو ۽ ان تي نيل هنيل آهي. مقبري جي عمارت ۾ هجري سان گڏ وراندو به تعمير ٿيل آهي. مقبري جي عمارت جي ڇت ڪاٺ جي ڪامن ۽ ڦٽين وغيره تي اڏيل آهن. جنهن ۾ گل واريون سرون لڳل آهن. ڇت ڪمزور ٿيڻ سبب هن وقت ڇت کي اندرئين طرف کان زمين تان ايپون ڪامون ڏئي ڪرڻ کان بچائڻ لاءِ اپاءُ ورتا ويا آهن.

مقبري ۾ اندر ڇتن شاهه جي مزار سائي رنگ جي چبوتري ۾ آهي. مقبري جي عمارت کي اندرئين طرف محرابن جي شڪل جا نمائشي خاڪا ڪڍيل آهن. سموري عمارت جي فرشبندي چوڪي ۽ پڪل سرن سان ٿيل آهي. مقبري جي پير ۾ مسجد تعمير ٿيل آهي، جنهن جي عمارت درگاهه جهڙي آهي. فقط ٻيڙ ٻني تي چوڦير برجيون اٿس ۽ ٽنهي طرفن کان هوا جي لنگهه لاءِ دريون ڇڏيون ويون آهن. مسجد جي گنبذ جو رنگ سائو ۽ ڪوٽي جي ابتي گل ۽ ڪلسي جو رنگ سفيد آهي. مسجد جي مهاڙي ۾ چائنٽ سان دروازو آهي. دروازي جي



مٿان ٻيڙهني وٽ تاج ٺهيل آهي، جنهن تي پاسن کان ۽ وچ تي ٽي گنبذڙيون رکيل آهن. مهاڙي ۾ لنگهه واري دروازي جهڙا ٻنهي پاسن کان نمائشي در آهن، جن تي نمائشي رنگن جا نشان ڪڍي انهن کي پرڪشش بڻايو ويو آهي. مسجد جي عمارت مقبري جي عمارت کان گهٽ پوءِ جي تعمير ڪيل معلوم ٿئي ٿي.

مقبري جي پير ۾ ساڳي ئي نموني ۾ زيارتين جي قيام لاءِ ڪمرو پڻ تعمير ڪيل آهي. درگاهه جيتوڻيڪ ٽڪرين جي وچ ۾ آهي ۽ اتي پهچڻ لاءِ آسان سفري رستا ۽ سهولتون ميسر ناهن، تڏهن به روزاني ڪيترائي زيارتي ۽ عقيدتمند درگاهه جي حاضري ڀريندا رهن ٿا.



# ح

**حاجن شاهہ جيلاني جي درگاهہ:** حاجن شاهہ جيلانيءَ جي درگاهہ ڳوٺ هاشم خان گوپانگ تعلقي ميرواهہ، ضلعي خيرپور ميرس ۾ واقع آهي. حاجن شاهہ، قلندر شهباز جي معتقد بزرگن مان هو. حاجن شاهہ جي وفات مقامي روايتن موجب اڄ کان لڳ ڀڳ ستر سال پهرين ٿي. درگاهہ



پڻ ان وقت جي نهيل هئڻ ڪري ڪجهہ وقت پوءِ ...

پڻ ان وقت جي نهيل ٻڌائي وڃي ٿي پر ڪوبہ اهڙو ڪتبو لڳل ڪونہ آهي. مقبرو اڳوڻي طرز تعمير جو اعليٰ نمونو معلوم ٿئي ٿو بزرگ جي گذاري وڃڻ بعد سندس مزار تي درگاهہ قائم ٿي. مقبرو ان وقت جي مشهور ڪاريگر آچر قل گمبٽ واري تعمير ڪيو. درگاهہ جو احاطو ڪافي وڏو آهي. مقبري سان گڏ مجاورن ۽ زيارتين لاءِ مسافر خانو پڻ ٺهيل آهي. مقبري کي رنگ روغن ڪيل آهي. مهاڙيءَ ۾ پڪين سرن جو فرش هٽي اڳڻ ٺاهيو ويو آهي. مقبري ۾ وڏي ونگ اندر ننڍي سان چوڪائي جو دروازو لڳل اٿس. پاسن کان ٽنپ آهن، جيڪي مٿي وڃي منارو ٺاهين ٿا. وچ واري طاقچي تي مٿي هيڙ- ٻني وٽان تاج ٺهي بيهي ٿو. جنهن جي ٻنهي پاسن تي ٽيڙيون ڏنل آهن، جيڪي منارن جي صورت جهڙيون آهن. ڇت تي گول گنبذ رکيو ويو آهي، جنهن تي نيل لڳل آهي. مقبري جي تعمير ۾ پڪين سرن جو گج گارو استعمال ڪيل آهي. ديوارن کي چوني ۽ گاري جو ليپو ڏنل آهي. پوئين طرف کان پيڙهہ وٽان ليپو لهي ويو اٿس. اندر سيمنٽ سان فرشبندي ڪئي وئي آهي حجري ۾ ٽلهي تي ٽي مزارون آهن. مقبرو اندرئين طرف کان پڻ چٽسالي ڪري خوبصورت بڻايو ويو آهي. پاسي کان قائم لانڍي ويجهڙائي واري دور جي تعمير ڪيل پاسجي ٿي. هن وقت درگاهہ جو گادي نشين غلام شاهہ جيلاني آهي.

**حاجي امام بخش چانڊيو:** حاجي امام بخش چانڊيو ڪراچيءَ جو مشهور ٺيڪيدار ۽ سماجي ڪارڪن ٿي گذريو آهي. ڪراچيءَ جي اسپينسر اکين جي اسپتال ۽ ريڊيو پاڪستان جون عمارتون سندس ٺهرايل آهن. حاجي امام بخش چانڊيو



سلاوٽي مارواڙي هو ۽ ڪراچيءَ جي رنڇوڙ لائين جي 'مارواڙي لين' ۾ رهندو هو. 1950ع ڌاري رنڇوڙ لائين جو نالو تبديل ڪري محمد هاشم گزدر جي نالي پنيان 'گذدر آباد' رکيو ويو. سلاوٽ سنگتراشيءَ واري فن ۾ مهارت رکندڙ هئا، جنهنڪري ڪراچيءَ ۾ ٺهندڙ پٿرن وارين اڪثر عمارتن جا ٺيڪيدار ۽ مزدور سلاوٽ هوندا هئا. انهن پنهنجي محنت سان ڪراچيءَ جي ترقيءَ ۾ بنيادي ڪردار ادا ڪيو. حاجي امام بخش نهايت ئي ايماندار ۽ مذهبي ماڻهو هو. هيءَ چئن سالن تائين ڪراچي ميونسپالٽيءَ جو ميمبر، حج ڪاميٽيءَ جو ميمبر ۽ صدر ۽ 'مسلم مارواڙي سلاوٽ جماعت' جو ڪيترن سالن تائين صدر رهيو. ان ڪانسواءِ هيءَ سنڌ مدرسہ بورڊ ۽ محمدن ايجوڪيشن ڪاميٽيءَ جو ڪيترا سال ميمبر ۽ سنڌ مدرسہ اولڊ بوائز ايسوسيئيشن جو صدر پڻ رهيو. سندس ئي ڪوشش سان سنڌ مدرسي اولڊ بوائز ائسوسيئيشن پاران هر سال ڪراچيءَ ۾ فٽ بال ٽورناميٽ ڪرائي ويندي هئي، جنهن جي حاصل ٿيندڙ پئسن مان هي سنڌ مدرسي جي غريب شاگردن جي مالي مدد ڪندو هو. حاجي امام بخش پنهنجي برادريءَ جي غريب شاگردن ڪانسواءِ سنڌ مدرسي جي ٻين غريب شاگردن کي بہ مفت ڪتابن ڏيڻ جو بندوبست ڪندو هو. هو ڪيترن ئي فلاحي ادارن جي سربراهہ طور خاموشيءَ سان انهن ادارن، سماجي تنظيمن ۽ غريب ماڻهن جي مدد ڪندو هو. هن 1920ع ڌاري گنبذ سان نہ ماڻ عمارت تعمير ڪرائي، جنهن کي ريسٽ هائوس ڪيائين. جيئن ڪراچيءَ کان ٻاهر جا ايندڙ ماڻهو هتي اچي رهي سگهن ۽ وڏن هوٽلن جو خرچ ڪين پرڙونہ پوي. امام بخش چانڊيءَ جا سائين جي. ايم سيد ۽ سر شاهنواز ڀٽي سان دوستاڻا تعلقات هئا، سندن ئي صحبت سبب هو سياست ۾ آيو. سائين جي. ايم سيد پنهنجي ڪتاب 'پنهنجي ڪهاڻي، پنهنجي زباني' ۾ هڪ هنڌ لکي ٿو تہ فيبروري 1931ع ۾ گارڊن ڪوارٽرس، منگهي پير روڊ وارو بنگلو ڇڏي حاجي امام بخش چانڊيءَ وٽ بلڊنگ سعيد منزل جي پرِ ۾ اچي رهيس. هن ڪراچيءَ جي ريڊيو پاڪستان جي عمارت سميت 12 عمارتون ٺهرايون، جن جا گنبذ

خوبصورت ۽ مشهور هئا. انهن مان ’حاجي امام بخش چانڊيو‘ بلڊنگ پهرين نمبر تي هئي. حاجي امام بخش چانڊيو ميوا شاهه قبرستان لياريءَ ۾ مدفون آهي. سندس ناهيل ادارا ۽ عمارتون اڄ به ڪراچيءَ ۾ پنهنجو اوج برقرار رکيو بيٺيون آهن.

**حاجي بهرام عرف ’حاجي بهران‘**: حاجي بهران جي باري ۾ روايت آهي ته هو اصل افغاني هو. پنهنجي ملڪ افغانستان مان نڪري بغداد ۾ سيد عبدالقادر شاهه جيلانيءَ جي درگاهه تي ويو. جتي ڪافي عرصو رهيو. پوءِ سنڌ ۾ اچي دادوءَ ۾ اچي هڪ مسجد وسايائين. جا اڄ به حاجي بهران جي مسجد جي نالي سان مشهور آهي. حاجي بهران دادوءَ ۾ شادي ڪئي، کيس هڪ پٽ ڄائو. جنهن جو نالو مولوي محمد يوسف هو. جيڪو پنهنجي نيڪنامي ۽ پرهيزگاريءَ سبب مشهور هو. حاجي بهران وٽ ڪيترائي سوالي ايندا هئا ۽ من جون مرادون ماڻي واپس ويندا هئا. حاجي بهرام جي وفات بعد مسجد جي اتر ۾ دفن ڪيو ويو. مزار مٿان ڪوئي نهيل آهي.

**حاجي شاد راڄڙ**: نوجوان ليکڪ حاجي خان ولد بلاول راڄڙ، 11 نومبر 1979ع ۾ ڳوٺ لقمان راڄڙ (جوهيلي) تعلقي کپري، ضلعي سانگهڙ ۾ پيدا ٿيو. 1991ع ۾ پنج درجا سنڌي پنهنجي ڳوٺ مان ۽ ميٽرڪ 1996ع ۾ هاءِ اسڪول، لوڻ ڪاڻ مان مڪمل ڪيائين. انٽر ڊگري ڪاليج کپري مان،



بي. اي ۽ ايم. اي 2002ع ۾ سنڌ يونيورسٽيءَ مان پاس ڪيائين. هن بي. ايڊ پڻ ڪئي سنڌي ادب ۾ لکڻ ڏانهن مستقل لاڙو رکيائين. 1993-94ع ۾ ادبي رسالي ماهوار لڙڪ مئگزين جا 12 پرچا، ادبي دوستن جي سهڪار سان کپري مان شايع ڪيائين.

سندس نمايان ادبي ڪم حر تحريڪ بابت سهيڙيل مواد تي مبني ٻه ڪتاب (1) ’سورهيه جو سنڌ‘ ۽ (2) ’پارس پاڳارا‘ ڇپائڻ آهي. جيڪي ترتيبوار سال 2011ع ۽ 2012ع ۾ شايع ٿيا آهن. ڪوڙ ساريون ڪهاڻيون ۽ مضمون پڻ لکيا اٿس. جيڪي سنڌ جي مشهور رسالن ۾ شايع ٿيل آهن. روزاني ’ڪاوش‘ ۾ سينسر بورڊ ميمبر ۽ روزاني ’سنڌو‘ ۾ بطور سب ايڊيٽر ڪم ڪيائين. هن وقت ڳوٺ لقمان راڄڙ (جوهيلي) تعلقي کپري ۾ رهي ٿو.

**حاجي محمد رحيم ڪنير**: حاجي محمد رحيم ولد جمعو ڪنير 1939ع ڌاري ڳوٺ سارلا ضلعي باهڙ ميل (راجستان-ڀارت) ۾ پيدا ٿيو. سندس وڏا 1946ع ۾ لڏي هٿونگو (سنڌ) شهر ۾ اچي ويٺا. ان بعد کپري ۾ مستقل سڪونت اختيار ڪيائون. ديني تعليم سان گڏ ڇهه درجا سنڌيءَ جا، استاد جيئو گجو ۽ مولوي عبدالله ڪنيار وٽ، ملان مڪتب اسڪول پٿڻ تعلقي کپري ضلعي سانگهڙ مان حاصل ڪيائين. عملي ڪم جي شروعات 1960ع کان روزاني اخبار ’خادم وطن‘ جي صحافت سان ڪيائين. ان بعد روزاني ’هلال پاڪستان‘ جو تعلقي رپورٽر ٿيو. اهڙيءَ طرح 2000ع تائين زندگيءَ جا چاليهه سال مختلف



سنڌي اخبارن ۾ صحافت ڪيائين، جنهن دوران ڪافي تڪليفن ۽ پوڳنائن جو مقابلو به ڪرڻو پيس. 1995ع ۾ سماجي خدمتن، تجربن، تاثراتن ۽ يادگيرين تي مشتمل سندس هڪ ڪتاب ’سگهن سڌ نه سور جي‘. مهراڻ پبليڪيشن ڪراچيءَ شايع ڪيو. حاجي محمد رحيم ڪنيار، پهرين جولاءِ 2013ع تي کپري ۾ 74 سالن جي ڄمار ۾ لاڏاڻو ڪري ويو. سندس آخري آرامگاهه کپري لڳ ’قديمي قبرستان‘ ۾ آهي.

**حاجي محمد عالم عباسي**: تعليمدان، شاعر ۽ سماج سڌارڪ حاجي محمد عالم عباسي، 8 جون 1922ع تي ڳوٺ باغ پئي تعلقي پني عاقل ۾ ڄائو. ابتدائي مهينن جو هو ته سندس والد محمد حيات ڪلهوڙو گذاري ويو. سندس مامي ڏاتر ڏني. سندس پرگهور لهندي کيس دڙ ڳوٺ



جي اسڪول ۾ داخل ڪرايو. هوشيار هئڻ ڪري مشهور استادن گيهي مل ۽ گرڏني مل سندس همت افزائي ڪئي، اسڪالر شپ به حاصل ڪيائين. 1936ع ۾ هن فائنل جو امتحان پوزيشن سان پاس ڪيو. 1937ع ۾ ملان اسڪول ۾ استاد طور عملي زندگيءَ جو آغاز ڪيائين ۽ پوري ايمانداريءَ سان نوڪري ڪندو رهيو. هڪ دفعي ڊاڪٽر دائود پوٽو اتر سنڌ جا اسڪول گهمڻ دوران سندن اسڪول پهتو. سندس خلوص ۽ حاضر دماغيءَ کيس متاثر ڪيو. هن کيس ترقي ڏيئي پهريان هاءِ اسڪول جو استاد بعد ۾ ليڪچرار ڪرايو. جتي هن چار سال ملازمت ڪئي.

حاجي محمد عالم سنڌي، اردو، فارسي، عربي ۽ هنديءَ ۾ عبور رکي ٿو هن فاضل اردو، سنڌي مولوي، فاضل عربي، منشي فاضل فارسيءَ جا امتحان به نمايان نمبرن سان پاس ڪيا. 1953ع ۾ کيس ڊاڪٽر دائود پوٽي بهترين استاد جو اوارڊ به ڏنو ۽ هڪ تحريڪ ۾ لطف الله بدوي، رشيد احمد لاشاري ۽ محمد عالم عباسيءَ جو ذڪر به ڪيو آهي. حاجي محمد عالم شاعريءَ جي شروعات 1938ع کان سيد شاهه محمد شاهه جي رهبريءَ ۾ ڪئي. سندس لکيل ڪتابن ۾: (1) سنڌ جي جاگرافي، (2) معلم اردو، (3) رهبر دين، (4) سفر حجاز، (5) عالم جي آکاڻي، (6) عالم جو ڪلام شامل آهن.

هن رٽائرمنٽ کانپوءِ علائقي ۾ ڪافي فلاحي ڪم به ڪرايا آهن. مهراڻ ماڊل اسڪول پني عاقل جي باني ميمبرن مان آهي، ان جو 5 سال چيئرمئن به رهيو. سٺو زرعي ماهر پڻ آهي.

**حاجي مريد مهيري**: مريد فقير ولد در محمد مهيري ڳوٺ ٻاگلي ۾ 1890ع ڌاري ڄائو. پاڻ بلڪل اڻ پڙهيل هو. هميشہ مجرد ٿي زندگي گذاريائين. پر سندس شعر مان ائين معلوم ٿئي ٿو تہ پاڻ صاحبِ ذوق هو. سندس شعر پر اثر ۽ جذبي سان ڀريل آهي. سندس شعر ۾ سنڌ جا رواجي قصا، ڳوٺاڻي زبان ۽ محاورن ۾ چيل آهن، جيڪو سندس شعر جي مقبوليت جو بنيادي سبب آهي. ايتريقدر جو پڙهندڙن کي ائين محسوس ٿيندو، ڄڻ هوبهو نظارو سندن اڳيان پيش ٿي رهيو آهي. حاجي مريد مهيريءَ جو ڪلام 'ابيات سنڌي عرف ڳوٺاڻا بيت' جي نالي سان 1953ع ۾ ڇپيو. مريد فقير 1960ع ۾ وفات ڪئي، سندس بيت نڙ تي پڻ ڇيا ويندا آهن.

**حاجي مصري لُنڊ**: حاجي مصري لُنڊ وينل 'گهر پنهنجا' لڳ نونر تعلقي دادوءَ ۾ سال 1890ع ڌاري ڄائو. ننڍپڻ کان نڙ سکيو. نڙ تي لاڻي ۽ لاڻي جي ڳالهہ ڪٿندو هو. جڏهن نڙ وڄائڻ سان گڏ لاڻي ۽ لاڻيءَ جي ڳالهہ ڪٿندو هو تہ ڪچهري تي وجد طاري ٿي ويندو هو. لاڻي ۽ لاڻيءَ جي ڳالهہ ست راتيون هلنديَ هئي ۽ اوطاق تي روزانو ڳالهہ ٻڌڻ لاءِ شائقين جا ميلا متل هوندا هئا. حاجي مصري لُنڊ سال 1964ع ڌاري فوت ٿي ويو.

**حاجي مينهون خانَ لغاري** (سگهڙ): حاجي مينهون خان ولد لعل بخش لغاري 1939ع ڌاري ڳوٺ پيرونمل، تعلقي سانگهڙ ۾ پيدا ٿيو. تر جي سگهڙن ۾ وڏو مقام رکندو هو. ڏور ۽ ڳجهارت سان عشق هوس. سينگار جا بيت بہ ٺاهيندو هو. شادين مرادين ۽ محفلن ۾ سگهڙن کي گهرائي، محفل مچائيندو هو. 18 ميل موري تي ٻين همعصر سگهڙن سان گڏ اچي ڪچهري ڪندو هو، جتي گهڻو ڪري روزانو ڏور، ڳجهارتون، سينگار ۽ نڙ بيتن جي محفل ٿيندي هئي. سندس همعصر سگهڙن ۾ چاندي فقير چانڊيو، عزيز الله لغاري، عابد لغاري، فقير احمد خان سنڌيراڻي مري، استاد بخش خان شر، عارف چانڊيو، محمد پريل ڪيريو، دوست علي فقير جانوري ۽ ٻيا شامل هوندا هئا. حج بيت الله جي سعادت بہ ماڻيائين. هن 1990ع ۾ وفات ڪئي، سندس آخري آرامگاهہ سرينواري واري مقام ۾ آهي.

**حاصل النهج** (ڪتاب): هي ڪتاب فارسي ٻوليءَ ۾ مخدوم جعفر بوبڪائيءَ جو لکيل آهي، جنهن کي ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ ترتيب ڏنو آهي. هي ڪتاب تعليم جي اصولن تي مشتمل آهي ۽ اڄ کان 458 سال ٿيرين هي ڪتاب لکيو ويو. مخدوم جعفر اصول تعليم تي هڪ عربي ڪتاب 'نهج التعلم' جي نالي سان لکي ان جو خلاصو فارسيءَ ۾ 'حاصل النهج' جي نالي سان لکيو. 'نهج التعلم' جو ڪو بہ قلمي نسخو نٿو ملي. ڪتاب ۾ مقدمي ڪانسواءِ مصنف 19 باب اصول علم تي لکيا آهن. فارسي




ٻوليءَ ۾ 75 صفحن تي مشتمل ڊيمي سائيز ۾ هي ناياب ڪتاب ڊاڪٽر اين. اي بلوچ انسٽيٽيوٽ فار هيريٽيج ريسرچ اداري طرفان 2013ع ۾ شايع ٿي چڪو آهي جنهن جي قيمت 100 روپيا ڄاڻايل آهي.

**حافظ علي گل ٻرڙو**: ناميار شاعر ۽ سگهڙ حافظ علي گل ولد محمد اسماعيل ٻرڙي ڳوٺ پير جان محمد، ضلعي لاڙڪاڻي ۾ 1952ع ڌاري جنم ورتو. سندس تعلق بنيادي طور تي هڪ مذهبي گهراڻي سان هو، جنهنڪري کيس ديني تعليم حاصل ڪرڻ لاءِ مختلف مدرسن ۾ ويهاريو ويو. هن ننڍپڻ ۾ ديني تعليم حاصل ڪرڻ سان گڏ قرآن پاڪ پڻ حفظ ڪري ورتو. حافظ غلام قادر ٻرڙي مئٽرڪ تائين نصابي تعليم پڻ حاصل ڪئي.

حافظ علي گل ٻرڙي جو والد محمد اسماعيل ٻرڙو لوڪ ادب سان دلچسپي رکندڙ هو، جنهنڪري کيس بہ لوڪ ادب سان دلچسپي پيدا ٿي. حافظ علي گل ٻرڙو لوڪ ادب جي مڙني صنفن تي طبع آزمائي ڪندو رهي ٿو، ان کان علاوه هن حمد، نعت، غزل ۽ نظم تي پڻ ڪافي طبع آزمائي ڪئي آهي، سندس شاعريءَ ۾ قومي رنگ ۽ مزاحمتي عنصر پڻ نمايان نظر اچي ٿو. حافظ علي گل ٻرڙو سنڌ سميت بلوچستان ۽ پنجاب جي مختلف علائقن ۾ بہ لوڪ ادب جي ڪچهرين ۾ شرڪت ڪري پنهنجي فن جو مظاهرو ڪري چڪو آهي، جڏهن ريڊيو پاڪستان ۽ پاڪستان ٽيليويزن تي لوڪ ادب جي ڪيترن ئي پروگرامن ۾ شرڪت ڪري چڪو آهي.

**حافظ محمد نونداڻي**: هن بزرگ جي ولادت نونداڻي مهيري گهراڻي جي ڳوٺ ڪٽڙ، تعلقي گولاڙچيءَ ۾ ٿي، سندس والد پير محمد سندس ننڍپڻ ۾ ئي گذاري ويو. انڪري سندس تربيت سندس چاچي ڪئي، ٿورن ڏينهن ۾ سندس والده بہ گذاري وئي. سندس چاچي حافظ صاحب کي سمن حاڪمن وٽ چڏيو تہ انهن جا ڳابا چاري تہ جيئن بہ چار ڏوڪڙ ملڻ سان سندس زندگي بهتر نموني گذري. اتفاق سان هڪ ڀيري حافظ صاحب ڳابا چارڻ دوران نماز پڙهي رهيو هو تہ ڳابا ڀڄي ويا ۽ وڃي پنهنجي مائٽن سان مليا، نتيجي ۾ ڳوٺ وارن طرفان حافظ صاحب تي وٽ ٿي وئي، اتفاق سان ان رات پير محمد راشد روضي ڌڻي ان ڳوٺ ۾ ترسيل هو، تنهن کي جڏهن اها خبر پئي تہ ان حافظ صاحب کي گهرائي چيو تہ: "پٽ پڙهندين؟" جنهن تي حافظ صاحب هائوڪار ڪندي وراڻيو تہ: "مان تہ پڙهڻ گهران ٿو، پر منهنجو چاچو پڙهڻ نہ ٿو ڏي." پير صاحب، حافظ صاحب جي چاچي کي گهرائي سمجهايو تہ: "تينگر کي اجازت ڏيو تہ مون سان گڏ هلي ۽ مدرسي ۾ پڙهي، جيتري مزدوري هن جي مال چارڻ عيوض اوهان کي ملي ٿي، اوترا پئسا توهان کي آءٌ ڏيندس." اهڙيءَ طرح حافظ صاحب کي خليفي محمود جي مدرسي ۾ ويهاريو ويو. حافظ صاحب دل لڳائي پڙهڻ لڳو ۽ ٿوري ئي عرصي ۾ رات ڏينهن هڪ ڪري ٻين پراڻن ڪتابن کان اڳ قرآن پاڪ ناظره سان گڏ حفظ ڪري ورتائين. حافظ صاحب جي ظاهري تعليم قرآن شريف

تائين هئي ۽ شاگردن کي بہ فقط قرآن شريف جي تعليم ڏيندو هو. هن لاڙ جي مختلف علائقن ۾ مدرسن جي قيام لاءِ پاڻ پتوڙيو. ان ڏس ۾ هن کتڙ، کاري، خانائي، بجاري، ٻاگهلي ۽ ٻين ڳوٺن ۾ مدرسا قائم ڪيا. پاڻ هر مهيني مدرسن جو معائنو ڪندو هو ۽ ضروري صلاحون ڏيندو هو. سندس قائم ڪيل مدرسن ۾ ٻار، پوڙها، جوان، مرد توڙي عورتون قرآن شريف جي تعليم پڙهندا هئا. پاڻ پنهنجي شاگردن کي ڪنهن بہ قسم جي فلاحي توڙي ذاتي ڪم لاءِ چندي وٺڻ کان روڪيندو هو. هن بزرگ 1315هه/1897ع ڌاري وفات ڪئي. سندس شاگردن جي صف ۾ سنڌ جا هاڪارا عالم شامل آهن. جن ۾: مولوي حافظ نور محمد موچي ڪڙيو گهنور، مولوي علي محمد مهيري، مولوي فتح محمد مهيري، حافظ گل محمد نونداڻي، مولوي خير محمد نونداڻي، حافظ وريام مهيري، حاجي ابراهيم مهيري، حافظ راڌو مهيري، مولوي محمد نوح ونگائي مهيري. حاجي پائي خان مهيري، حاجي عمر نونداڻي، ميان جي محمد صالح ماڇي، حافظ وريام ترڪ، محمد حسن درس، حاجي الله رکيو جت وغيره.

**حبيب حضوري:** ميان حبيب حضوري سن 1624ع ڌاري دادو شهر کان 5 ڪلوميٽر ڏکڻ طرف ڳوٺ مڏ شريف ۾ تولد ٿيو. ميان حبيب حضوري حافظ، معلم، مدرس ۽ فقيہ هو. هو ولايت جو صاحب هو. ڪيترين ئي ڪرامتون ڏانهنس منسوب آهن. ميان حبيب حضوري مڏ شريف ۾ هڪ وڏو مدرسو قائم ڪيو. اهو مدرسو اڄ تائين قائم ۽ دائم آهي. هن مدرسي ۾ ڪيترائي طالب علم داخل ٿيا ۽ ديني تعليم حاصل ڪري دستاربند ٿي وڃي درس و تدريس جي ڪم ۾ مشغول ٿيا. سندن فيض برڪت جو سلسلو اڄان تائين جاري آهي. ميان حبيب حضوري 60 سالن جي ڄمار ۾ 1687ع ۾ رحلت فرمائي. سندس آخري آرام گاهہ مڏ شريف ۾ آهي. سندن مزار مٿان مقبرو جوڙايو ويو آهي. هر سال 27- رجب المرجب تي سندس عرس ملهايو ويندو آهي. هن درگاهہ جو متولي ميان محمد پيرزادو آهي. ساڻس گڏ محمد عرس ڪنيں، ڊاڪٽر آر.ڪي ممتاز پنهور، وزير علي، عيسىٰ فقير ۽ عبدالغفار فقير درگاهہ جي سنڀال ۽ عرس ملهائڻ لاءِ ساٿ نڀائي رهيا آهن.

**حديقہ غلبہ** (قلمي نسخو): هي قلمي نسخو مير علي شير قانع ٺٽويءَ جو مرتب ڪيل آهي. جنهن ۾ هن مختلف سنڌ، هند ۽ ايران جي فارسي شاعرن جا غزل الڳ الڳ عنوانن ۽ مختلف قافيہ ۽ رديف تحت گڏ ڪيا آهن. هن ۾ ڪٿي ڪٿي مير علي شير قانع ٺٽويءَ پنهنجا بہ غزل ڏنا آهن. ڪتاب جي شروعات هيئن ٿئي ٿي:

"صائب مطلب روئي دل از..."

۽ اختتام هن ريت ٿئي ٿو:

"...فراوان مکن برتن خود ستم"

147 صفحن تي مشتمل هي قلمي نسخو خط شڪستہ ۾ ڪتابت ٿيل آهي. شروع ۽ آخر وارا پنا ضايع ٿي وڃڻ ڪري ڪتابت جي سال جي خبر نہ ٿي پوي، پر ايترو چئي سگهجي ٿو تہ ڪتابت خود مير علي شير قانع ٺٽويءَ جي ٿيل آهي. هي قلمي نسخو سنڌي ادبي بورڊ جي قلمي نسخن ۾ محفوظ آهي.

**حسين بخش ذاڪري 'سماع ڌڻي'**: خليفو حسين بخش ذاڪري، ذات جو لاڙڪ ۽ شاهہ عبداللطيف ڀٽائيءَ جي ذڪر ۽ سماع جو حلقو سنڀاليندڙ فقير سومر لاڙڪ جي خاندان مان هو. لاڙڪن کي ذڪر ڪرڻ جي ذميواري ڏني وئي، تنهنڪري اهي ذاڪري فقير سڏبا آهن.

خليفو حسين بخش ذاڪري 1904ع ڌاري ڀٽ شاهہ ۾ ڄائو. والد خليفي لعل محمد ڪيس عربي ۽ سنڌيءَ جي بنيادي تعليم ڏني. پنهنجي ذهانت سان پوءِ انگريزي ۽ اردو بہ سکيو. انگريز حاڪمن سندس قابليت جي پيش نظر ڪيس بنا ڪنهن سَنَدَ يا سرٽيفڪيٽ جي پوليس کاتي ۾ سپاهي ڀرتي ڪيو. جتان ترقي ڪري هيڊ منشيءَ طور رٽائر ٿيو. نوڪريءَ سان گڏ خلافت وارو سلسلو بہ جاري رکيائين. پنهنجي ڪشادي اوطاق تي سوين مريدن کي لطيف سائينءَ جو ڏنل ذڪر ڏيندو رهيو. هر آيل مريد جي خدمت ۾ بہ وسان نہ گهٽائيندو هو. 1977ع ۾ سندس وفات بعد اهو سلسلو سندس پوٽو سنڀاليندو آهي.

**حسين بخش سخيراڻي:** حسين بخش ولد ڪانديرو خان منصور سخيراڻي 25 اپريل 1963ع تي محلي شاهہ آباد ڇاڻي دادوءَ ۾ ڄائو. پنجون درجو پرائمري اسڪول شاهہ آباد ڇاڻي مان پاس ڪري پائلٽ هاءِ اسڪول دادو ۾ داخل ٿيو. ميٽرڪ پاس ڪري سچل سرمست ڪاليج حيدرآباد ۾ داخلا ورتائين. اتان بي.ڪام پاس ڪري پبلڪ هيلٿ انجنيئرنگ ۾ ملازمت اختيار ڪيائين. حسين بخش سخيراڻي راڳ جي سکيا پنهنجي والد ڪانديري خان کان حاصل ڪئي، جيڪو راڳ جو ماهر آهي. هن سنڌ



جي مشهور شاعرن شيخ اياز، عبدالغفار تبسم، علي گل سانگي، انور قنبراڻي، درد سولنگي، ڊاڪٽر رخسانه پريت چنڙ جا گيت ڳايا آهن. ان کان علاوه حضرت شاهه عبداللطيف ڀٽائي، سچل سرمست ۽ بيدل سميت ٻين شاعرن جا ڪلام پڻ ڳايا آهن. هن گيت ۽ غزل کان علاوه نيم ڪلاسيڪي موسيقي ۾ به ڳايو آهي. ريڊيو ۽ ٽيليويزن تان به پنهنجي فن جو مظاهرو ڪري چڪو آهي. سنڌي ادبي سنگت داديءَ جو ميمبر به آهي ۽ سنڌي ادبي سنگت جي پروگرامن ۾ حصو وٺندو اچي ٿو.

**حسين بخش ملاح:** مزاحيه فنڪار حسين بخش ملاح 14 جون 1947ع تي سانگھڙ ويجهو ڳوٺ جعفر جي مياڻ ۾ جنم ورتو. هي ڳوٺ سيٺ حب علي ملاح جي نالي سان وڌيڪ مشهور آهي. هن جي والد جو نالو



فقير الهندو ملاح هو. حسين بخش ملاح فن جي شوق ۾ پنهنجي تعليم سان گڏ گھڻو ڪجهه وڃايو. هن کي فن سان محبت هئي ۽ فلمن ۾ ڪم ڪرڻ جو ايڏو ته جنون هو جو هي 11 پيرا لاهور ويو. نيٺ 1993ع ۾ هن جي خوابن جي تڪميل ٿي ۽ هن پنهنجي عملي زندگيءَ جي شروعات ڪئي. هن 20 نومبر 1993ع تي فلم باغي شهزاديءَ ۾ اداڪار محسن حسن خان سان گڏ پوليس جمعدار جو رول ڪيو اها فلم 1995ع ۾ رليز ٿي. ان دوران 27 آڪٽوبر 1993ع تي پي.ٽي. وي لاهور سينٽر تان ٻارڙن جي جڳ مشهور ڊرامي 'عينڪ والا جن' جي 27 قسط جي هڪ ڪردار چارلي مامون سان گڏ ڪم ڪيائين. اها قسط 10 ۽ 11 نومبر تي ٽيليڪاسٽ ٿي. ان کان علاوه هن ون مين شو ۾ مزاحيه ڪلام ۽ سنجيده ڪلام به ڳاتا. هن نامور مزاحيه فنڪارن قادر بخش منو، ماما لالو، عبدالله ملاح، نٿو کهيري، بشارت سمون، بيگو خان ۽ جڳجاڙي جلال سان گڏ پڻ ڪم ڪيائين. حسين بخش ملاح هر فن مولا آهي، هن جو فن سان عشق آهي ۽ ان عشق ۾ هن پنهنجي زندگيءَ جي اهم مرحلن طرف به ڌيان ڪونه ڏنو ايتريقدر جو سچي عمر شادي به نه ڪئي. هن مختلف شهرن حيدرآباد، ٽنڊي ڄام، بدين، ميهڙ، پيرجي ڳوٺ، موري ۽ ٻين ڪيترن ئي هنڌن تي اسٽيج پروگرام ڪيا، جن عام ماڻهن ۾ تمام گھڻي مقبوليت ماڻي. حسين بخش ملاح 1962ع کان شاعري به ڪري رهيو آهي، جنهن ۾ مزاحيه شاعري به آهي ته سنجيده شاعري به اٿس. هن جي مزاحيه شاعري حقيقت تان پردو کڻي ٿي، سندس شاعريءَ ۾ اٿاهه درد آهي، جنهن درد مان هو پاڻ گذري ٿو اهوئي درد هو ماڻهن تائين پهچائي ٿو. حسين بخش ملاح آڪٽوبر 2009ع ۾ سچل ايف. ايم 105 نوابشاهه تي پڻ پروگرام ڪري چڪو آهي، سانگھڙ ايف. ايم تي هن پروگرام ڪيا آهن. جن ۾ ڪچهري پروگرام ۽ ڏاڏا حسين ملاح جو پروگرام ڪري رهيو آهي ۽ ساڱئي ايف ايم تي مئنيجر علي نواز هنگوري جي پروگرام ۾ ڳامون سچار جو ڪردار پڻ ڪري چڪو آهي. حسين بخش ملاح هن وقت سنڌ جي اڳوڻي وڏي وزير علي محمد مهر پاران مليل هڪ جاءِ ۾ رهائش پذير آهي.

**حسين پاتي واري مسجد:** هيءَ مسجد ڳوٺ حسين پاتي، تعلقي فيض گنج، ضلعي خيرپور ميرس ۾ واقع آهي. اها مسجد مقامي ماڻهن تعمير ڪئي ۽ ڳوٺ جي جامع مسجد آهي. مسجد جي مهاڙيءَ آڏو



پڪين سرن جي ننڍي ديوار جو احاطو ڏئي اڱڻ ٺاهيو ويو آهي. جنهن کي ٻن ٽنين جو لنگهه آهي. لنگهه ۾ ڪاٺ جي ٽاڪين سان جوڙيل دروازو لڳايو ويو آهي. اڱڻ ۾ پڻ پڪين سرن سان فرشبندي ڪيل آهي.

مسجد جي عمارت ٽوڙي ديوار پڪين سرن ۽ گج گاري سان تعمير ڪيل آهي. جن تي ڪنهن به قسم جو ليپو وغيره ڪيل ڪونهي. مهاڙيءَ ۾ پاسن کان نمائشي محرابي نموني جا ڪيسي جارا ڇڏيا ويا آهن. وچ واري طاقچي ۾ چوڪاٺ ۾ ڪاٺ جو دروازو لڳل آهي. ٻيڙ ٻني تي سرن جي ڪناري ٻڌي وچ واري طاقچي وٽان مٿيرو تعمير ڪري تاج جو نمونو ٺاهيو ويو آهي. مسجد جي ڇت تي پڪين سرن سان تعمير ڪيل گول گنبذ آهي، جنهن تي ننڍي چوڪور دڪي ٺاهي نيل هنئي وئي هئي، هن وقت نيل ڪري پئي آهي. مسجد جي تعميراتي فن ۾ ڪاريگري جو اعليٰ نمونو ڏسڻ لاءِ ملي ٿو. سادي طرز تعمير هئڻ باوجود عمارتسازي ۾ هڪ قسم جي سوڀيا آهي.

**حضرت عبدالقادر 'بيدل': تحقيق جي آئيني ۾ (ڪتاب):** انجنيئر




عبدالحسين موسويءَ جو هي تحقيقي ڪتاب 'ساهتي ادبي اڪيڊمي' نوابشاهه، 2011ع ۾ ڇپايو آهي. جنهن ۾ محقق حضرت 'بيدل' جي سوانح، تصنيفات، لاڳاپيل شخصيتن، ماڳن ۽ مڪانن ۽ سنڌن راڳين بابت سير حاصل معلومات ڏني آهي. ڪتاب جي هئي ڀاڱي ۾ 'بيدل' کي متعارف ڪرائيندڙ شخصيتن تي روشني وڌي وئي آهي ۽ ڪتاب جي آخر

۾ ضميمن طور نسب نامن جو وچور شامل ڪيو ويو آهي ۽ ڪجهه صفحن تي ڪتبن ۽ ماڳن جون رنگين تصويرون پڻ ڏنيون ويون آهن. 215 صفحن تي مشتمل هي ڪتاب بنا وڏاءَ جي سنڌي ٻوليءَ ۾ انمول تاريخي تحفو آهي. پڪي جلد ۽ 4 رنگي ٽائيٽل واري هن خوبصورت ڪتاب جي قيمت 250 روپيا آهي.

**حڪايات الصالحين** (سنڌيءَ ۾ ڇپيل پهريون ڪتاب): 1843ع ۾ سنڌ جي انتظامي واڳ سنڀالڻ ڪانپوءِ انگريزن سنڌي ٻولي سکڻ ۽ ان کي ترقي ڏيارڻ لاءِ اُن جي معياري الفابيٽ طئہ ڪرڻ، ان کي سرڪاري دفتري ٻولي قرار ڏيڻ ۽ اُن ۾ ڪتاب شايع ڪرڻ لاءِ لاڳيتو جاکوڙ شروع ڪئي. خاص ڪري جنوري 1851ع ۾ سنڌ جي بيدار دماغ ڪمشنر سر بارٽل فريئر فوري طرح سان ٻوليءَ جي مٿين ڪمن کي اوليت جي بنياد تي هٿ ۾ ڪٽي ورنڊڙ چند سالن ۾ اُنهن کي عملي شڪل ڏئي منطقي انجام تي پهچايو. ٻوليءَ جي اِنهن اهم ڪمن ۾ رچرڊ برٽن، سر جارج اسٽئڪ، بئرو ايلس، ارنيسٽ ٽرمپ ۽ اي. پي. آرٿر خاص طرح سان نمايان ڀهرو ورتو. انگريزن سنڌي ٻوليءَ ۾ جيڪو پهريون ڪتاب ڇاپخاني مان شايع ڪري پڌرو ڪيو، اُن جي سموري اشاعتي ڪم ۾ ان وقت ڪراچيءَ ۾ سنڌ پوليس جي صوبائي سربراهہ (ليفٽيننٽ) اي.پي. آرٿر وڏي محنت ڪئي. ڊسمبر 1851ع ۾ ڇپيل 'حڪايات الصالحين' گذريل دؤر جي نيڪ ۽ صالح ٻَندن جي نصيحت ڀريل نُڪتن تي مشتمل اهم ڪتاب اُن وقت عام پڙهندڙن توڙي گورن ۾ بہ گهڻو مقبول ٿيو. ان ڪتاب جي پيش لفظ ۾ پوليس سربراهہ اي. پي. آرٿر واضح ڪيو تہ: "هيءُ ڪتاب ويهن بابن تي ٻَڌل آهي ۽ هر باب ڪنهن نہ ڪنهن ديني ۽ اخلاقي حڪايت تي مبني آهي. هن وقت موجود مڙني سنڌي ڪتابن مان مسلمانن ۾ هن ڪتاب جي مقبوليت سرس آهي، جو تہ هي نهايت آسان ٻوليءَ سان سينگاريل آهي. منجهس پرڏيهي ٻولين جي ڏکين محاورن جي پرمار ٿيل ڪانہ آهي، ان ڪري پڙهڻ ۽ سمجهڻ ۾ سولو آهي. سنڌي ٻولي سکندڙن (انگريزن) لاءِ هي ڪتاب وڏي افاديت وارو ٿيندو. سنڌي ٻولي سکڻ لاءِ پيڙهہ جو پٿر رکندڙ ان ڪتاب جو نئين ننگر وارو مسودو پنجن ماهرن نظر مان ڪڍي سفارش ڪئي تہ سرڪار ان کي ڇپرائي پڌرو ڪري."

**حڪيم محمد يعقوب قاضي**: تعلقي ٻني عاقل جو مشهور حڪيم ۽ اديب قاضي محمد يعقوب ولد الهہ بخش، ڳوٺ پتار ۾ 1922ع ڌاري ڄائو. بمبئيءَ مان حڪمت جو امتحان پاس ڪيائين. مشهور عالم ۽ مفسر قاضي عثمان سندس چاچو هو. سندس نانو الهہ رکيو قاضي، پرچونڊي وارن جو خليفو هو. حڪيم يعقوب حڪمت جا ابتدائي سبق پنهنجي چاچي ۽ ناني کان سکيا. 1942ع کانپوءِ سندس خاندان ٻني عاقل شهر ۾ آباد ٿيو. جتي شفاخانو قائم ڪيائون. جيڪو اڄ بہ سندن پونير سنڀالين پيا. حڪيم صاحب سنڌي، اردو ۽ فارسيءَ جو ڄاڻو هو. فارسيءَ ۾ شعر بہ لکيائين. اسلام بابت ڪيئي ڪتاب لکيائين. سندس سياسي وابستگي جماعت اسلاميءَ سان هئي. 1955ع کان 1960ع تائين جماعت جو تعلقي امير رهيو. 1992ع ۾ وفات ڪيائين.

**حڪيم يعقوب ڪوريجو**: نامور حڪيم وڏيري يعقوب خان ڪوريجي 1835ع ڌاري ٽلٽي پرسان ڳوٺ احمد ڪوريجي، تعلقي سيوهڻ، ضلعي ڄامشوري ۾ جنم ورتو. حڪيم يعقوب پنهنجي زماني جي طبيبن ۾ سرتاج هوندو هو. جنهن سبب کيس 'سنڌ جو لقمان' سڏيو ويندو هو. هو مريض کي ڏسي مرض جي سڃاڻپ ڪري وٺندو هو. ڪن ماڻهن جي خيال موجب کيس ڪشف حاصل هو. هن جي طبابت کي ڪرامت سان تعبير ڪيو ويندو هو. حڪيم يعقوب پنهنجي قبيلي جو چڱو مڙس ۽ زميندار هو. کيس پنهنجي فن تي ناز هوندو هو. اڪثر ڪري نسخن ۾ سندس لکڻ جو انداز هيئن هو. قرص برائي نفث الدم از مجربات ارسطو الزمان جالينوس ثاني حڪيم خليفہ محمد يعقوب ڪوريجہ. روايت آهي تہ پاڻ سان منسوب ٿيل خطابن بابت سنڌ جي ناليواري حڪيم سڄاول خان چانڊئي پڇيس تہ جواب ۾ کيس چيائين تہ: "حڪيم چانڊيا صاحب ارسطو جالينوس، بوعلي سينا ۽ لقمان حڪيم مون کان وڏيڪ ڄاڻندڙ ڪو نہ هئا. فرق هي آهي تہ هو قدردان ملڪن ۾ ڄاوا ۽ مون بي قدر ماڻهن جي وچ ۾ جنم ورتو آهي."

محقق پيرعلي محمد راشدي پنهنجي ڪتاب 'اهي ڏينهن اهي شينهن' ۾ حڪيم يعقوب ڪوريجي بابت لکي ٿو تہ: "هڪ دفعي حڪيم يعقوب خان ڪوريجو ڪراچيءَ مان ريل گاڏيءَ تي چڙهيو ۽ هڪڙو مشهور انگريز ڊاڪٽر بہ انهيءَ گاڏيءَ ۾ چڙهيو. جڏهن گاڏي جهمپير اسٽيشن وٽ پهتي تہ انگريز ڊاڪٽر اسٽيشن تي چهل قدميءَ واسطي گاڏيءَ مان هيٺ لهي گهمڻ لڳو. حڪيم صاحب جي نظر ڊاڪٽر صاحب تي پئي تہ ماڻهن کان پڇيائين تہ اهو انگريز گورو ڪهڙو آفيسر آهي. ماڻهن ٻڌايس تہ اهو ڪراچيءَ جي اسپتال ۾ وڏو ڊاڪٽر آهي. حڪيم صاحب چوڻ لڳو تہ ڊاڪٽر صاحب مري ويو آهي. گهمي ڪيئن ٿو." قدرت جي ڳالهہ پنج منٽ ڪن گذريا تہ ڊاڪٽر صاحب اسٽيشن تي هلندي گهمندي اتي ئي ڪري پيو ۽ مري ويو. ماڻهو حيران ٿي ويا."

حڪيم يعقوب ڪوريجي کي نرينو اولاد ڪو نہ ٿيو. ٻن نياڻين جو اولاد هئس. جيڪي سندس حياتيءَ ۾ وفات ڪري ويون. سنڌ جا امير توڙي غريب وٽانئس علاج ڪرائيندا هئا. پاڻ عورتن جي هٿن جي ڪارائيءَ ۾ سڳو ٻڌي ان سڳي تي هٿ رکي بيماري سڃاڻي علاج ڏيندو هو. حڪيم يعقوب نامور حڪيم سڄاول خان چانڊئي جو ويجهو دوست ۽ سندس همعصر هو. هن نواب غيبي خان چانڊئي ۽ سردار غيبي محمد خان چانڊئي جو علاج ڪيو. روايت آهي تہ حڪيم يعقوب 1893ع ڌاري سردار غيبي محمد خان جي علاج واسطي غيبي ديري ۾ ترسيل هو. رات جو هڪ خواب لڌائين، جنهن ۾ ذڪر ڪندي پنهنجي حڪيم دوست سڄاول چانڊئي کي ٻڌايائين تہ اوهان جو سردار محمد خان

۽ سنڌس وڏو پٽ ويجهي عزيز هٿان قتل ٿيندا. سردار جي حويليءَ ۾ روڄ راڙو ٿيندو ۽ قاتل ٿوريءَ دير اندر ڦاسي چڙهندو. ڪجهه وقت بعد وري اوهان جي نئين سردار جو بخت بالا ٿيندو. سنڌس اها پيشن گوئي 04 مئي 1893ع تي پوري ٿي ۽ سردار محمد خان جي ڀاءُ واحد علي خان ڀاءُ ۽ ڀائٽي کي بندوق جا فائر ڪري قتل ڪري ڇڏيو ۽ جلد ئي پوءِ واحد عليءَ کي ڦاسيءَ تي چاڙهيو ويو. هن روايت جو ذڪر 'نواب سرغيبي خان چانڊيو' ڪتاب ۾ حڪيم خليفي عبدالحميد خان چانڊئي ڪيو آهي ۽ ساڳي روايت جو ذڪر 'تاريخ سنڌ ساگر' ڪتاب ۾ نامور محقق حافظ عبدالستار ڪوريجي پڻ ڪيو آهي. ان کان علاوه حڪيم يعقوب ڪوريجي جو ذڪر ڪتاب 'منهنجو وطن منهنجا ماڻهو' ۾ مصنف لوڪرام ڏوڏيجا پڻ ڪيو آهي. هن 1898ع ڌاري وفات ڪئي. سنڌس به بياض خوشخط قلمي نسخن سان شمسي دواخاني جي مالڪ حڪيم شمس الدين وٽ پيل هئا، جيڪي اڄڪلهه ناياب آهن. حڪيم يعقوب ڪوريجي جي آخري آرامگاهه ٺلني قبرستان ۾ سنڌس خاندان جي هڪ بزرگ سنڌو سوائي ڪوريجي جي پير ۾ آهي.

**حمل خان جت بلوچ**: هن بزرگ کي عام طرح سان 'حمر' جي نالي سان ڪوٺيو ويندو آهي. 'حمر' ۽ 'راڏو' ٻئي 'ميري مندي ملڪاڻي ڪلمتي' جا پٽ هئا. حمر وڏو سخي مرد هو. سنڌس سخاوت تان هي پهاڪو ٺهيو ته: "جت حمر، تن ڪهڙو ڪٽبو ٿمر" حمر پتيهل جي الهندي پاسي رهندو هو. جتي سنڌس سرداري قائم هئي. ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ پنهنجي ڪتاب 'رهاڻ هيرن ڪاڻ' ۾ لکي ٿو ته: "لاڙ جي جتن بلوچن جي سرواڻن مان حمر ۽ راڏو ٻئي ڀائر هئا. حمر وڏو سخي هو. جو منزل ڪٽڻ وقت به گوشت پڪل ۽ مانيون چلهن تي ڇڏي ويندو هو ته من ڪو ڪمهلو مهمان اچي ڪائي، تڏهن پهاڪو مشهور ٿيو ته: "حمر ته ڪهڙو ٿمر" حمر جو پٽ ميراڻ به سخي هو. جنهن لاءِ مشهور ٿيو ته:

دربانـي در ڪـول تـه پسـان منهـن ميـراڻ جـو.
اسيـن گهرنداسيـن لـک تـه هـو ڏينـدو ڪروڙ.
جت تنهيـن سيـن جوڙ، جو گجـي ٿـو گرنـار ۾.

رڙيءَ جي مقام وٽ حمر جي نسبت سان هڪ واهه به مشهور هو. جنهن کي 'حمراهه' (حمر جو واهه) چيو ويندو هو. حمر جي باري ۾ 'مقالات الشعراءَ' جو مصنف لکي ٿو ته: "حمول پٽ لاکو جت پڻ انهيءَ گروهه جو دشمن هو. جنهن سنڌس خلاف پنهنجي هم خيال ماڻهن کي اپارڻ جي ڪوشش ڪئي ۽ پڙڪائڻ شروع ڪيو. انهيءَ وچ ۾ انبوهه ماڻهن جا فقيري اختيار ڪري، زماني جي ڏاڍاين سبب امان حاصل ڪرڻ خاطر صوفي شاهه عنايت وٽ اچي گڏ ٿيا. حبيب الله رشدي 'ديوان محسن' جي مقدمي ۾ حمل جت جو احوال ڏيندي لکيو آهي ته: "حمل بن لاکي جت جو خاندان هن علائقي ۾ وڏو امتياز رکندو هو. جنهن جو هڪ هيئين تاريخي سبب آهي. شاهجهان پنهنجي زماني ۾ پنهنجي پيءُ جهانگير سان بغاوت ڪئي هئي ۽ سنڌس وفات کان ڪجهه وقت پهريان اهو ارادو ڪيو هو ته سنڌ جي رستي سان ايران هليو وڃي ۽ اتان فوجي مدد حاصل ڪري، هندستان تي حملو ڪري هو ٺٽي پهتو. انهيءَ زماني ۾ جهانگير ٺٽي جو علائقو پنهنجي ننڍي شهزادي شهريار کي جاگير جي طور تي ڏنو هو. شهزادي شهريار پاران شريف الملڪ (جنهن کي مؤرخ شرير الملڪ پڻ لکن ٿا) ٺٽي جو صوبيدار هو. شريف الملڪ شاهجهان سان سخت بدتميزي ڪئي، ڪيس ٺٽي جي قلعي ۾ داخل ٿيڻ نه ڏنو ۽ ٺٽي جي قلعي مان شهزادي جي ڇانوڻيءَ تي گولا باري ڪيائين." مؤرخن جي بيان مطابق اهڙي نازڪ دور ۾ حمر بن لاکي جي پڙ ڏاڍي، جنهن جو نالو به 'حمر بن لاکو' هو. تنهن مغل حڪمران جهانگير جي سنڌس پٽ شاهجهان خلاف جنگ ۾ شاهجهان جي وڏي مدد ۽ خدمت ڪئي هئي. شاهجهان جڏهن بادشاهه ٿيو ته حمل جت جي انهيءَ احسان جي عيوض مٿس گهڻو مهربان رهيو ۽ هن جو اعزاز ۽ افتخار گهڻو بلند ڪري ڇڏيائين. پنهنجي انهيءَ بلند اعزاز جي ڪري حمل جت جو خاندان مقامي صوبيدارن توڙي حاڪمن کي اک ۾ ئي نه اٽيندو هو.

ڪتاب 'مختصر تاريخ گولاڙچي' جي مصنف حافظ محمد رمضان مهيريءَ صفحي 80 تي لکيو آهي ته: "صوفي شاهه عنايت جي شهادت ۾ حمل جت جو به هٿ هو." حمل جي طاقت جو اندازو هن شعر مان لڳائي سگهجي ٿو ته:

ڪي تو حمل، ڪي تون هوت، ڪي تون آريءَ اڳيون
پکو تنهنجي دليءَ پوت، تنهنجي ڏري راءِ ڏياچ ڪي.

دهليءَ تائين پکي جو هجڻ ۽ راءِ ڏياچ کي ڏريءَ جو پهچڻ، اهو ايتري عوامي رعيت ۽ طاقت ڏانهن اشارو ڪري ٿو. حمل جي باري ۾ هي شعر به سنڌس علائقي ۾ مشهور آهي ته:

چيچ مـڙوئـي چـوريـون، مـاچـر مـس نـه ڪـوءِ
ريءَ حـمـر هـيـڪـڙي، جـت مـڙوئـي جـوءِ
اجـا آريسـر هـوءِ جـو تـڪـيـن تـر تـئـي.

**حميد پٽو**: هدايتڪار، ڪمپيئر ۽ ليک حميد پٽو ولد عبدالمجيد پٽو 6 جولاءِ 1969ع تي لاڙڪاڻي ۾ ڄائو. مئٽرڪ گورنمينٽ پائليٽ هاءِ اسڪول مان پاس ڪرڻ بعد گريجوئيشن گورنمينٽ ڊگري ڪاليج لاڙڪاڻي ۽ ايم. اي (سوشيالاجي) شاهه عبداللطيف يونيورسٽي خيرپور مان ڪيائين. ڪيس لکڻ پڙهڻ سان ننڍپڻ کان وٺي دلچسپي هئي، ڇهين جماعت ۾ سنڌ پيپلز اسٽوڊنٽس فيڊريشن جو ميمبر ٿيو ۽ سياست ۾ دلچسپيءَ سبب پائليٽ هاءِ اسڪول ۾ سپاف جو صدر چونڊيو ويو. اسڪول ۾ ٿيندڙ ڊرامن ۽ خاڪن ۾ اداڪاري به ڪيائين اتي ڪيس هدايتڪار نياز شيخ اسٽيج ناٽڪ 'مراد اِن ٽربل' ۾



ڪم ڪرڻ جي آڇ ڪئي. جيڪو جنوري 1988ع ۾ پريس ڪلب لاڙڪاڻي ۾ پيش ٿيو. لاڙڪاڻي بواءِ اسڪائوٽ گروپ ۾ شامل ٿي اسڪائوٽ سرگرمين ۾ حصو ورتائين. لاڙڪاڻو بواءِ اسڪائوٽ گروپ جي گروپ ليڊر ڪان جنرل سيڪريٽريءَ جي عهدي تي فائز رهيو. 1988ع جي آخر ۾ سنڌ جي مختلف شهرن ۾ اسٽيج ناٽڪ پيش ڪيائين. ٿائيگر آرٽ اڪيڊميءَ جو بنياد وڌائين 1988ع ۾ ناليواري فلمي هدايتڪار شاهه اسد سان گڏجي 'سنڌ فنڪار تنظيم' جو بنياد وڌائين. جنهن ۾ حميد ڀٽي کي لاڙڪاڻي ۽ سکر ڊويزن جو صدر مقرر ڪيو ويو. بعد ۾ هي تنظيم جو مرڪزي رابطا سيڪريٽري به مقرر ٿيو. 26 ڊسمبر 1990ع تي پني عاقل جي ناز سينيما ۾ سندس فني خدمتن عيوض سندس تاج پوشي ڪئي وئي. جنوري 1992ع ۾ هن سنڌ فنڪار تنظيم ڇڏي، "تاليج سينيئر سنڌي فنڪار ويلفيئر ٽرسٽ" جو قيام عمل ۾ آندو.

1993ع ۾ پيپلز پارٽي ڪلچرل ونگ ضلعي لاڙڪاڻي جو صدر چونڊيو. 1995ع ۾ ڪلچرل ونگ لاڙڪاڻي ڊويزن جو صدر ۽ 1997ع ۾ سنڌ جو نائب صدر چونڊيو 1999ع ۾ ڪلچرل ونگ سنڌ جو آرگنائيزر ٿيو ۽ ڪلچرل ونگ جي تنظيم سازيءَ ۾ اهم ڪردار ادا ڪيائين. ڪيترا ثقافتي ميلا، ناٽڪ ۽ ميوزيڪل پروگرام ڪندو ۽ مختلف شخصيتن سان رهاڻيون. فنڪارن ۽ اديبن جون ورسيون ملهائيندو رهيو.

1997ع کان وٺي ڪراچي صدر ۾، 'فنڪار هائوس' قائم ڪري فنڪارن جي سهائتا لاءِ جاکوڙيندو اچي هن آرٽس ڪائونسل آف پاڪستان ڪراچيءَ سان گڏجي ڪيترن فنڪارن ۽ اديبن کي ايوارڊ ڏياريا آهن.

2002ع ۾ سنڌي اديبن جي وفد سان گڏ 'سنڌي اڪيڊمي دهليءَ' جي سڏ تي ڀارت ويو، جتي کيس اوارڊ به مليو. 1995ع ۾ اڳوڻي وزير اعظم محترمه بينظير ڀٽو کيس ڪيش ايوارڊ ۽ وڏي وزير سيد عبدالله شاهه ڪلچرل ايوارڊ ڏنو.

حميد ڀٽو 2000ع کان ڪجهه سال روزاني 'شام' اخبار جو ڪراچيءَ ۾ بيورو چيف رهيو ان دوران 2004ع ۾ سنڌ ٽي وي تي ڊائريڪٽر اپوائنٽ مقرر ٿيو جتي ڪيترائي ثقافتي شو جهڙوڪ 'هڪ شاعر هڪ فنڪار' ۽ 'ڪچهري' پيش ڪيائين. هن ٽيليويزن تي ڪيترا فنڪار متعارف ڪرايا. ڀارت جي 11 وڏن شهرن ۾ 32 شو منعقد ڪرايائين ۽ مختلف شخصيتن کان انٽرويو ورتائين. حميد ڀٽو کي مجتا طور سال 2000ع ۾ انگلينڊ جي انٽرنيشنل بايوگرافيڪل اداري گولڊ ميڊل ڏنو کيس 100 کان وڌيڪ اوارڊ ملي چڪا آهن. جن ۾ ثقافت ۽ سياحت کاتي حڪومت سنڌ جو 'مهراڻ اوارڊ' شامل آهي. حميد ڀٽو ماهوار 'فنڪار' ڪراچيءَ جو چيف ايڊيٽر ۽ ماهوار 'مومل' ميگزن ڪراچيءَ جو ڊپٽي ايڊيٽر به رهي چڪو آهي. روزاني 'اڳواڻ' لاڙڪاڻي، هفتيوار 'رابيل' لاڙڪاڻي ۽ روزاني 'يادگار' سکر جو به رپورٽر رهيو آهي. سنڌ حڪومت جي ثقافت ۽ سياحت کاتي جي وظيفن واري ڪاميٽيءَ جو ٽي سال ميمبر رهيو.

جنوري 2009ع ۾ 'ڌرتي' ٽيليويزن سيٽ ۾ شامل ٿيو. جتي پروگرام مينيجر ۽ ڊائريڪٽر پروگرامز رهيو ۽ اتي 100 کان وڌيڪ وڊيو گانا تيار ڪرايائين. ڌرتي ٽي. وي تي ڪرنٽ افيئر سيڪشن جي هيڊ ۽ اينڪر پرسن طور پروگرام 'اڄ جي شخصيت' ۽ 'سنڌ جو مقدمو' جي ميزباني ڪندو رهيو.

حميد ڀٽو 1999ع کان سال 2005ع تائين ريڊيو پاڪستان ڪراچيءَ تي مختلف پروگرامن جو ميزبان ۽ اناؤنسر به رهيو آهي. آرٽس ڪائونسل آف پاڪستان ڪراچيءَ جو 2000ع ۾ ميمبر ٿيو ۽ فوڪ اينڊ هريٽيج ڪاميٽي جو سال 2005ع ۾ ڪو چيئرمين ۽ 2009ع ۾ آڊيو وڊيو ۽ لائبريري ڪاميٽيءَ لاءِ ڪو چيئرمين ۽ ساڳئي سال ڪو آرڊينيشن ڪاميٽي آرٽس ڪائونسل جو ڪو چيئرمين چونڊيو ويو.

آرٽس ڪائونسل آف پاڪستان لاڙڪاڻي جو بنياد پوڻ کانپوءِ کيس 2009ع کان 2010ع تائين ڪو آرڊينيٽر چونڊيو ويو آهي. سال 2001ع کان ڪراچي پريس ڪلب جو ميمبر ٿيو.

2005ع کان اڄ تائين روزاني 'هلچل' حيدرآباد جو چيف رپورٽر آهي.

حميد ڀٽي پاڪستان ٽيليويزن لاءِ 1994ع ۾ پشاور سينٽر لاءِ لانگ پلي 'ڪالا دوپٽا' لکيو، جنهن کي شهرت ملي ۽ کيس پي. ٽي. وي پشاور سينٽر تان رائيٽر اوارڊ ۽ هن ڪيترين آڊيو ڪيسٽ ۽ سي ڊيز ۾ ڪمپيئرنگ پڻ ڪئي آهي ۽ مختلف اخبارن ۾ ڪالم به لکيا آهن. سندس سنڌ جي فنڪارن، اداڪارن ۽ راڳين تي مشتمل هڪ ڪتاب 'سنڌ جا فنڪار' به تياريءَ هيٺ آهي.

جڏهن ته حميد ڀٽو 2012ع کان بينظير هيلٿ اوئيرنس ۽ ريڊيو جي اسٽيشن ڊائريڪٽر طور ذميواريون نڀائي رهيو آهي.



# خ

**خادم حسين لاکير، ڊاڪٽر:** نامياري ڊاڪٽر ۽ اديب خادم حسين لاکير ولد صابر حسين لاکير، 10 آگسٽ 1952ع تي ڳوٺ جمعي لاکير تعلقي خيرپور ناٿن شاهه ۾ جنم ورتو. ابتدائي تعليم پنهنجي ڳوٺ مان حاصل ڪيائين. انٽر سائنس ڪرڻ بعد ايل.ايم.سي ڄام شوري ۾ داخلا ورتائين، جتان ايم.بي.بي.ايس جو امتحان ڏنائين. ميڊيڪل آفيسر ٿيو. مختلف انتظامي عهدن تي رهندي ايگزيڪيوٽو ڊسٽرڪٽ آفيسر (هيلٿ) دادو به رهيو. ڪجهه وقت صحت کاتي جي پراجيڪٽ اي.پي.آئي سنڌ جو پروجيڪٽ ڊائريڪٽر پڻ رهيو.



ڊاڪٽر خادم حسين لاکير ادبي ذوق رکندڙ شخص آهي. قومي سياست ۾ سائين جي. ايم سيد ۽ عبدالواحد آريسر کي ويجهو رهيو. شاگرديءَ واري زماني ۾ ماهوار 'پيغام' ۽ 'اڳتي قدم' رسالن جو ايڊيٽر پڻ رهيو.

ڊاڪٽر خادم لاکير ملازمت سان گڏ ادبي ۽ سماجي سرگرمين ۾ حصو وٺندو رهيو آهي. هن دادو ضلعي ۽ سيوهڻ تعلقي ۾ ڪيترائي طبي ڪئمپون لڳايون. عورتن لاءِ 13 هنري اسڪول ۽ 20 پرائمري اسڪول قائم ڪرايا. تازو 2012ع ۾ رٽائرمينٽ وٺي چڪو آهي.

**خاصخيلي، غلام حسين:** نامياري صحافي، شاعر ۽ ڪهاڻيڪار غلام حسين خاصخيلي، 17 آگسٽ 1975ع تي محمد رمضان خاصخيليءَ جي گهر، ڳوٺ ڪنڊي خاصخيلي، تعلقي سڪرنڊ، ضلعي نوابشاهه (شهيد بينظير آباد) ۾ جنم ورتو. هن ابتدائي تعليم پنهنجي ڳوٺ جي پرواري اسڪول (محمد خان ذاريجي) مان ورتي. ثانوي تعليم گورنمينٽ مڊل اسڪول سڪيي مناهنجي مان حاصل ڪيائين. مئٽرڪ گورنمنٽ هاءِ اسڪول سڪرنڊ مان پاس ڪري، انٽر گورنمنٽ ڊگري ڪاليج سڪرنڊ مان ڪيائين. گورنمنٽ سچل سرمست ڪاليج حيدرآباد مان گريجوئيشن ڪرڻ بعد ايم. اي (سنڌي ادب ۾) سنڌ يونيورسٽي ڄامشوري مان ڪيائين.



غلام حسين خاصخيليءَ لکڻ جو آغاز ڇهين درجي دوران ڪيو. سندس لکڻيون 'هلال پاڪستان'، روزاني 'آفتاب'، 'جاڳو'، 'عوامي آواز'، 'عبرت'، 'گل ڦل'، ۽ ماهي 'مهراڻ' ۽ 'سرتيون' رسالن ۾ شايع ٿينديون رهيون آهن. هن ريڊيو پاڪستان حيدرآباد جي 'ادبي سنگت' پروگرام ۾ پنهنجون تخليقون پيش ڪيون. سندس گيت ۽ غزل ڦوٽو زرداري، فوزيه سومرو، استاد امير علي، منظور سخيراڻي ۽ ٻين فنڪارن ڳايا آهن. سنڌي ادبي سنگت سڪرنڊ جو سيڪريٽري، پريس ڪلب سڪرنڊ جو صدر، سنڌ پيپلز پارٽي، ڪلچرل ونگ جو ڊپٽي انفارميشن سيڪريٽري، پريس ڪلب حيدرآباد جو خزانچي ۽ ٻين مختلف تنظيمن جو عهديدار رهيو آهي. هن ريڊيو پاڪستان حيدرآباد جي مختلف پروگرامن ۾ 15 سالن تائين ڪمپيئر ۽ انائونسر طور پڻ خدمتون سرانجام ڏنيون آهن.

غلام حسين خاصخيليءَ صحافت ۾ 1994ع کان پير پاتو. هن مختلف اخبارن جي نمائندي طور پهرين بختور، آفتاب، خادم وطن ۽ پاڪ اخبارن جي نمائندگي ڪئي. هن وقت روزاني عبرت حيدرآباد ۾ سينئر اسٽاف رپورٽر طور ڪم ڪري رهيو آهي. انڊس نيوز ٽي. وي چئنل جو بيورو چيف حيدرآباد رهڻ کان سواءِ ريڊيو وائس آف جرمني، ريڊيو وائيس آف آمريڪا ۽ بي. بي. سي لنڊن تي مختلف تجزيا پڻ ڏئي چڪو آهي. کيس 'انسان دوست ويلفيئر ائسوسيئيشن سوسائٽيءَ طرفان 'بهترين شاعر جو اوارڊ'، شيخ پرڪيو شگرمل اسٽاف پاران 'بهترين صحافيءَ جو اوارڊ' ۽ ڪيترا سرٽيفڪيٽ ملي چڪا آهن. غلام حسين خاصخيلي گذريل 20 سالن سان تحقيقاتي رپورٽون ۽ ڪالم لکندو رهيو آهي. صحافتي ڪيريئر دوران هن ڪيترين وڏين شخصيتن جا انٽرويو پڻ ڪيا آهن. هن وقت حيدرآباد ۾ رهائش پذير آهي.

**خاصخيلي، قربان علي:** صوفي قربان علي، 1919ع ۾ جنم ورتو. شروعاتي تعليم پنهنجي اباڻي ڳوٺ مان، فائينل بوزدار وڏا مان پاس ڪري 1938ع ۾ استاد مقرر ٿيو. پاڻ علم ۾ عربي، فارسي ۽ اردو جو ماهر استاد هو. هارن کي وڏي دلچسپي ۽ لڳاءُ سان پڙهائيندو هو. اسڪول وقت کانپوءِ عام پلائي جا ڪم عوام ۽ ڳوٺ جا مسئلا ڪٺي آفيسن ۾ وڃي حل ڪرائيندو هو. هن پنهنجي ڳوٺ ۾ ڇوڪرن لاءِ پرائمري اسڪول، نياڻين لاءِ پرائمري ۽ مڊل اسڪول قائم ڪرايا. پاڻ صوفي ازم ۽ تصوف جو وڏو قائل هو. سندس رابطا سنڌ جي وڏين درسگاهن ۽ درگاهن سان هوندا هئا. هن 1983ع ۾ 'صوفي ساجاهه' ڪتاب لکيو. جيڪو انهيءَ سال جمال الدين مومن ڇپائي پڌرو ڪيو. اداره ادبيات اسلام آباد مان هن لاءِ 5000 روپيا ماهوار وظيفو مقرر ٿيو. جيڪو اڄ تائين هلندو اچي ٿو. سندس ڪتاب تصوف جي ڳوڙهي عنوان تي



بهترين ڪتاب آهي. ڪيس سنڌ جي تاريخ ياد هوندي هئي. پاڻ محفلن جو مور ۽ ڪچهرين جو ڪوڏيو ۽ تصوف جو وڏو ڄاڻو هو. سندس ڪيتري ئي شاعري قلمي صورت ۾ پوئنرن وٽ موجود آهي ۽ ڪيترائي ناياب ڪتاب پڻ قلمي صورت ۾ سندس پوئنرن وٽ پيل آهن. سندس ٻيو ڪتاب ’سورائتي سنڌ‘ استاد جي وفات ڪانپوءِ 1993ع ۾ جمالدين مومن ڇپايو. جيڪو ڪتاب سنڌ جي تاريخ ۽ شاهه جي ستن سورمين تي مشتمل آهي. سندس شاعري ۾ تصوف جو گهرو رنگ رچيل آهي. استاد سڄي عمر ڪتابن سان نينهن رکيو. خاصخيلي برادري جي ترقيءَ لاءِ گهڻو پتوڙيائين. استاد قربان علي 4 نومبر 1991ع تي وفات ڪئي.

**خاصخيلي، ملڪ محسن علي:** محقق ۽ مترجم ملڪ محسن علي خاصخيلي 12 جون 1946ع تي ڳوٺ ڪاروڙي تعلقي ننگرپارڪر ضلعي ٿرپارڪر ۾ سانوڻ خاصخيلي جي گهر ۾ جنم ورتو. پرائمري تعليم پنهنجي ڳوٺ جي اسڪول مان حاصل ڪري 1964ع ۾ مئٽرڪ جو امتحان پاس ڪيائين. هن 1962ع ۾ اسڪائوٽنگ ٽريننگ پاس ڪري قائد اعظم اوارڊ پڻ ماڻيو. 1963ع ۾ سنڌي فائينل ۽ 1969ع ۾ بي.اي ڪيائين. 1964ع ۾ استاد مقرر ٿيو. 1974ع ۾ عالم پلي تعلقي عمرڪوٽ مان عالم فاضل جو امتحان پاس ڪيو. ان عرصي دوران هن فارسي ۽ عربي جو اڀياس ڪيو ۽ 76-1975ع ڌاري ننگرپارڪر ۾ چنديرام ياٽ کان هندي گجراتي سکيائين. ملڪ محسن عليءَ نوڪري دوران خاصخيلي ذات تي تحقيق جو ڪم شروع ڪيو. سندس پهريون ڪتاب ’تاريخ گلشن خاصخيلي‘ 1977ع ۾ شايع ٿيو. ان ڪانپوءِ سندس ڪتاب ’تاريخ خاصخيلي‘ 2011ع ۾ شايع ٿيو. جنهن ڪتاب تي ڪيس مجتا اوارڊ ’حسن ڪارڪردگي‘ اوارڊ عطا ڪيو ويو.



ان ڪانسواءِ سندس هيٺيان ڪتاب قلمي صورت ۾ آهن. (1) اقوام عالم، (2) اعتساب عالم، (3) بلوچ قبائل ترجمو، (4) ڪتاب الخيل ۽ (5) مارئي تحقيق.

**خالق جون سائنسي ڪاريگريون (ڪتاب):** هي ڪتاب عزيزالله بروهيءَ جو لکيل آهي. هن ڪتاب ۾ مصنف الله تعاليٰ جي تخليقن ڪي سائنسي علمن جي روشني ۾ بيان ڪيو آهي. هن ۾ ڪل ست باب آهن: باب پهريون: سائنس ۽ غور و فڪر باب ٻيو: انساني سوچ ۽ سائنسي رغبت، باب ٽيون: آسماني نعمتون، باب چوٿون: جانورن ۾ سائنسي نشانيون، باب ڇهون:




پکين ۾ سائنسي عمل ۽ باب ستون: جاندارن ڪي صفائي جي ضرورت. ڪتاب ۾ ’پهرئين ڇاپي جو مهاڳ‘ نالي مصنف عزيز الله بروهي پاڻ لکيو آهي، جڏهن ته ٻئي ڇاپي جو مهاڳ ان وقت سنڌي لئنگئيج اٿارٽيءَ جي چيئرمين ڊاڪٽر نواز علي شوق لکيو آهي. ڊيمي سائيز ۾ 111 صفحن تي مشتمل هي ناياب ڪتاب سنڌي لئنگئيج اٿارٽي پاران 1994ع ۾ شايع ٿي چڪو آهي جنهن جي قيمت 35 روپيا ڄاڻايل آهي.

**خالي بوتلون (ڪتاب):** مشهور اديب ۽ ڪالم نگار عمر قاضيءَ جي مضمونن ۽ ڪالمن تي مشتمل هي ڪتاب مشهور فوٽو گرافر نور محمد خوجي ڪي ارپيل آهي، ڪتاب جو مهاڳ به ان جوئي لکيل آهي. سندس ڪالمن مان ڪن مکيه ڪالمن جا عنوان هن ريت آهي: ’ڪجل يا ڪالم‘، ’اي اديبو شاعرو دانشورو‘، ’خالي بوتلون‘، ’دل جي دربار ۽ هڪ گيتن جون لهرون‘، ’رک مان پوکي اٿندڙ پتو‘، ’خسرو جي خواب جهڙي مناحل سونارا ساحل‘، ’ذات، ڏات ۽ سنڌ جو نئون نسل‘، ’سچل ۽ زلفي جانان جي خوشبو‘، ’اداس رهڻ جي عادت‘، ’مائون ۽ محبوبائون‘، ’حسن عشق ۽ ادب ميران مٽ نه ڪا‘، ’گوري سووي سيج پر‘، ’ڪيٽيءَ جي گونج‘، ’تاريخ ڳالهائي ٿي‘ ۽ ’برو هو پنيور‘ وغيره.




ڊيمي سائيز جي پڪي جلد سان 288 صفحن جو هي ڪتاب نئون دنبالو اڪيڊمي، ڪراچيءَ آگسٽ 2013ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو. جنهن جي قيمت 300 روپيا آهي.

**خان واهي وارو ٽل (ماڳ):** هي ٽل پٻ جبل جي الهندين ٽڪرين مان وهي ايندڙ قدرتي چشمن واري واهيءَ جي ڪناري گوراندي ماڙي ۾ واقع آهي. موجوده جاگرافيائي حد بندين جي لحاظ کان هي علائقو سيوهڻ تعلقي ۾ اچي ٿو. هي علائقو ٽڪري نما مٿانهين تي آهي، جنهن جي پرسان لڳ ڏکڻ ۾ زمين يا ماٿري آهي، جيڪا برسات کان علاوه چشمن مان وهي ايندڙ واهيءَ تي آباد ٿيندي آهي.

گوراندي نالي ماڳ تي اين. جي. مجمدار قديم تهذيب جا آثار لڌا هئا ۽ ماڳ کي گراندي-اي ۽ گراندي-بي نالو ڏنو هئائين ۽ هتي ڪيس هڪ ٽل نظر آيو هو، جنهن لاءِ لکي ٿو ته ”گاجي شاهه کان ست ميل ڏکڻ ۾ گراندي جي دڙن وٽ، جتي هڪ چشمي جي واهي وهندڙ هئي، اتي هڪ وڏو غازي شاهه جي ٽل طور ڄاتو ٿي ويو. انهن دڙن ۾ هڪ ’A‘ جيڪو 15 فٽ (دڙي مٿان) اوچو هو، وچ ۾ سڌو چوٽ وٽ لسو ۽ پاسن کان پٿرن جون سرون يا ٽڪر لڳل هئا ۽ ٽل مٿان کان مخروطي نموني جڙيل هو.“

هن ٽل جي پرسان ڪنهن دور ۾ ٻي ويران ڪمرا به جڙيل هئا. ٽل تي چڙهڻ لاءِ ڏکڻ طرف کان ڏاڪڻ هئي، جيڪا اٽڪل ٽي فٽ ويڪري هئي. ٽل سڄو پٿرن جي ٽڪرن سان جڙيل هو. ٽل جي چوٽي لڳ ڀڳ

پنج فٽ کن ويڪري هئي. ٺل جي گولائي وارو گهيرو 8 فٽ کن قطر تي مشتمل هو. ٺل جي لڳ ڀڳ جاين جا آثار هئا، جيڪي هڻ پروهتن جي رهائش لاءِ جڙيل هئا. هن علائقي ۾ ڪافي ماڳ گاجي شاهه جي نالي پٺيان سڏجن ٿا. هي ٺل به سندس نالي سان منسوب ڪيو ويو ۽ بعد ۾ گاجي شاهه جي ٺل سان سڃاڻپ ۽ سڏجڻ لڳو. هتي گاجي شاهه جو جنڊ به رکيل آهي.

**ختم السلوڪ** (قلمي): فارسي ٻوليءَ ۾ چيل هيءَ مثنوي سنڌ جي قديم نامور محقق، تاريخدان، عالم ۽ شاعر مير علي شير قانع ٺٽويءَ جي چيل آهي. مثنويءَ جو موضوع سلوڪ آهي، اها مثنوي تصوف جي موضوع تي چيل آهي جنهن ۾ صوفيت بابت وڏي ڄاڻ آهي. قلمي صورت ۾ مليل مير علي شير قانع ٺٽوي جي هن مثنويءَ ۾ سلوڪ جو سبق تمام سهڻي نموني ۾ ويهي پڙهايو آهي. مثنوي موضوع جي لحاظ کان تمام بهترين آهي مثنوي جي شروعات هيئن ٿئي ٿي:

من ڪه باشم تازنم دم ازثنا
چون بلا احصي همدزد ندا

۽ مثنوي جو اختتام هيئن ٿئي ٿو:

هاتف اينجاديد خوش ڪارم چوڪوڪ
سال وي گفتا بود ختم اسلوڪ

1199ھ



هيءَ مثنوي 1199ھ/1785ع ۾ لکي وئي ۽ مير علي شير قانع جي هٿ اکر خط نستعليق ۾ ڪتابت ٿيل آهي. هي قلمي مثنوي سنڌي ادبي بورڊ جي قلمي نسخن ۾ محفوظ آهي.

**خلاصہ نجات** (قلمي): هي فارسي ٻوليءَ ۾ قلمي نسخو اڊيرام ٺٽويءَ جو لکيل آهي جيڪو دراصل بيد شاستر جو فارسي ترجمو آهي پر نسخي جي مٿان ڪنهن غلطيءَ سان مهاڀارت لکي ڇڏيو هو. ڪتاب جي شروعات هيئن ٿئي ٿي:

'متوجہ شدن شہ ڪشن بصحرا بجهت چرانيدن ڪاوان...'

نسخو اول ۽ آخر ۾ ناقص آهي، اختتام هنن لفظن تي ٿئي ٿو:

'... مهاتم ايڪاد سني نرس...'



88 صفحن تي مشتمل هي قلمي نسخو اڊي رام پٽ مولومل ٺٽويءَ جو فارسي ۾ ترجمو ڪيل آهي. شروعاتي ۽ آخري صفحا غائب هجڻ ڪري ڪاتب ۽ سن ڪتابت جي خبر نٿي پوي. نسخو خط شڪسته ۾ ڪتابت ٿيل آهي. هي قلمي نسخو سنڌي ادبي بورڊ جي قلمي نسخن ۾ محفوظ آهي.

**خليفو محمد يعقوب همايوني**: نامور عالم خليفي محمد يعقوب رياست قلات (بلوچستان) جي شهر 'جهڻ' ۾ محمد مبارڪ پيچوهي ابڙي جي گهر ۾ جنم ورتو. خليفي جي والد کي هڪ بزرگ بشارت ڏني هئي ته سندس سلسلي مان هڪ ڪامل درويش پيدا ٿيندو. جيڪو علم خواه عمل جي لحاظ کان ممتاز مقام حاصل ڪندو. ان بزرگ جي ملاقات ڪانپوءِ جلد سندس گهر ۾ پٽ جنم ورتو، جنهن جو نالو محمد يعقوب رکيو ويو. محمد يعقوب کي تعليم لاءِ پاڳناڙي علائقي جي شهر 'ڪنڊي' ۾ پنهنجي دور جي تمام وڏي عالم، علامه عبدالحليم ڪنڊوي' جي مدرسي ۾ داخل ڪرايو ويو. محمد يعقوب ان مدرسي مان مولانا عبدالحليم ڪنڊوي وٽان تعليم پرائي فارغ التحصيل ٿيو ان ڪانپوءِ قلات جي والي مير نصير خان جي دور ۾ پنهنجي استاد سان گڏ ڪنڊي شهر مان لڏي جيڪب آباد جي ويجهو 'آباد' ڳوٺ ۾ اچي رهيو ڪجهه عرصو اتي رهڻ بعد همايون جي زميندارن غازي خان سومري ۽ مسو خان سڏايي جي اسرار تي اتان نڪري همايون ۾ رهيا، جتي هڪ مدرسي جو پڻ بنياد وڌائون. ان مدرسي ۾ سندس استاد علامه عبدالحليم صدر مدرس ٿي رهيو ۽ پاڻ استاد جي حيثيت سان پڙهائڻ لڳو. سندس استاد 1838ع ۾ وفات

ڪئي. جنهن بعد ان جي جاءِ تي پاڻ صدر مدرس مقرر ٿيو. ان ذميواري کي هن احسن نموني نڀايو. سندس هٿ هيٺ مدرسو وڏي اوج تي پهتو ۽ هن همايون ۾ هڪ عاليشان مسجد پڻ تعمير ڪرائي. پري وارن علائقن جا شاگرد وٽس اچي تعليم حاصل ڪرڻ لڳا. سندس شاگردن اڳتي هلي ديني خدمتن ۾ پاڻ ملهايو. سنڌ جا ناليوارا عالم مولانا محمد هاشم ياسينوي، مولانا حسن الله پاٽائي، مولانا عطاالله فيروز شاهي، مولانا عبدالقادر پهنواري ۽ ٻيا ڪيترائي سندس شاگرد رهيا. مولانا تاج محمد امروٽي جو استاد مولانا عبدالقادر پهنواري سندس شاگرد هو. خليفي محمد يعقوب کي هڪ پٽ عبدالغفور همايوني ٿيو، جنهن ديني خدمتن ۾ تمام وڏو نالو ڪمايو. خليفي محمد يعقوب 1856ع ڌاري همايون ۾ وفات ڪئي.

**خليفو محمود نظاماڻي:** شاعر ۽ بزرگ خليفي محمود نظاماڻي 1775ع ڌاري ڪڙيي گهنور ضلعي بدين جي زميندار گهراڻي ۾ رئيس گهنور خان مبارڪاڻي نظاماڻي جي گهر ۾ جنم ورتو. ڪڙيو گهنور شهر سندس والد جي نالي پويان سڏجي ٿو. هن شروع ۾ عبدالڪريم لڪڙي واري وٽ تعليم حاصل ڪئي، بعد ۾ سندس والد کيس پڙهائڻ لاءِ حافظ عثمان درويش کي استاد طور ڳوٺ ۾ مقرر ڪيو. جنهن وٽ بہ ڪجھ ڪتاب پڙهيو. پاڻ ننڍپڻ کان ئي فقيراڻي طبيعت وارو هوندو هو. امير گهراڻي جو ٻار هجڻ باوجود عام ٻارن کان مختلف هوندو هو. ننڍپڻ کان ڪيترن ئي فقيرن ۽ بزرگن جي صحبت ۾ رهيو. 1798ع ڌاري چوويهن سالن جي ڄمار ۾ سلسلہ قادريہ ۾ شامل ٿي، پير محمد راشد روضي ڌڻي جي مريدي اختيار ڪيائين. سندس مرشد کيس دستار پارائي، خلافت ڏني ۽ تلقين جي اجازت پڻ ڏنائين. سندس والد بہ پير محمد راشد روضي ڌڻي جو خليفو هو. خليفي محمود سڄي زندگي پنهنجي مرشد جي فڪر جي پرچار ڪئي، ڪيترائي ماڻهو وٽس اچي فيضياب ٿيا. سنڌ ڪانسواءِ ڪڇ، ڪلڪتہ، بمبئي ۽ آفريڪا ۾ سندس صحبتين ۽ ڪانئس فيضياب ٿيل ماڻهن جو گهڻو تعداد هو. هن پنهنجي ڳوٺ ۾ هڪ مسجد پڻ جوڙائي. گهٽ تعليم هجڻ باوجود کيس علم ۽ ادب سان گهڻو چاهہ هوندو هو. مطالعي خاطر ڪيترائي ڪتاب وٽس هوندا هئا. سنڌي ۽ فارسي ۾ شاعري پڻ ڪيائين ۽ پنهنجي مرشد جي ملفوظات پڻ لکيائين. سندس تصنيفون هيٺين ريت آهن.

**مجمع الفيوضات:** هي ڪتاب سندس مرشد محمد راشد 'روضي ڌڻي' جي ملفوظات تي مشتمل آهي، جيڪو سورهن بابن تي آهي ۽ ٻہ هزار نقل پڻ شامل آهن.

**محبوبيہ المحموديہ:** هن ڪتاب ۾ سلسلہ قادريہ ۾ ٿيندڙ ذڪر ۽ شغلن جو بيان آهي.

**رسالہ گلشن اولياءَ:** هن ڪتاب ۾ 'حديقتہ الاولياءَ' ڪانپوءِ جي دور وارن مقامي بزرگن جو احوال ڏنل آهي.

**مڪاتيب:** هن ڪتاب ۾ پنهنجي مرشد محمد راشد روضي ڌڻي جا خط شامل آهن. انهن تصنيفن ڪانسواءِ تصوف ۾ سنڌي آزاد نظم ۽ هڪ رسالي جو پڻ ذڪر ملي ٿو.

خليفي محمود 12 جنوري 1851ع تي وفات ڪئي.

**خميسو خان، استاد:** استاد خميسو خان چانڊيو ڳوٺ لاکي چانڊئي، ضلعي ٺٽي ۾ پيدا ٿيو. کيس ننڍپڻ کان ئي راڳ ٻڌڻ ۽ ڳائڻ جو تمام گهڻو شوق هوندو هو. هي فن جي دنيا ۾ جڏهن آيو تہ مڪمل طرح ان تي ڇانئجي ويو. کيس ڊولڪ وڄائڻ ۾ تمام سٺي مهارت حاصل هئي. هو شروع ۾ پنهنجي ڳوٺ ۽ آس پاس جي فنڪارن سان سنگت ۾ ڊولڪ وڄائيندو هو. ائين آهستي آهستي پنهنجي فن سان ماڻهن کي متوجهہ ڪندو ويو ۽ هر ننڍو توڙي وڏو فنڪار چاهيندو هو تہ ساڻس ڊولڪ تي سنگت استاد خميسو خان ئي ڪري. هو فقير صفت انسان سيني سان نياءَ تہ ڪندو هو، پر هن جو وڌيڪ نياءَ جيجي الله وسائيءَ سان هيو. جيجي الله وسائي سنڌ جي مشهور لوڪ فنڪاره هئي ۽ هيءَ جيجي الله وسائيءَ سان ڊولڪ تي ساٿ ڏيندو هو ۽ پوءِ اهو ساٿ محبت ۾ تبديل ٿي، آخر شاديءَ جي مضبوط ٻنڌڻ تائين پهتو. توڙي جو استاد خميسي خان جي ان کان اڳ بہ پنهنجي خاندان مان شادي ٿيل هئي ۽ ٽي ٻار بہ هئس، پر هي بہ ڪلاڪار دليون جڏهن پاڻ ۾ مليون تہ هميشہ لاءِ هڪ ٻئي ڪانسواءِ رهي نہ سگهيون. جيجي کان علاوه هن سنڌ جي ٻين مشهور فنڪارن عابده پروين، الله ڏني خاصخيلي، محبوب خاصخيلي، الهڏني جوڻيجي، حمزي خان پاڻ ۽ ٻين سان بہ ڊولڪ وڄائي داد حاصل ڪيو. هن کي پنهنجي فن سان عشق هوندو هو ۽ هن ڪيترن ئي نوجوانن کي سکيا پڻ ڏني، جيڪي هن وقت تائين گهڻي مقبوليت ماڻي چڪا آهن. استاد خميسي خان کي فن جي مڃتا طور ڪيترائي اوارڊ پڻ مليا. آخر ۾ شگر ۽ فالج جي بيماريءَ ۾ گهڻي عرصي تائين مبتلا رهڻ بعد مالي حالتون بهتر نہ هئڻ ڪري صحيح طريقي سان علاج نہ ڪرائي سگهيو ويتر سرڪار طرفان مالي سهائتا نہ هئڻ ڪري سنڌ جي هن عظيم فنڪار 15 جنوري 2012ع تي وفات ڪئي.



**خوش خير محمد فقير جو ميلو:** خوش خير محمد فقير جو ميلو هر سال 20 کان 22 ربيع الاول تي ڪرونڊي تعلقي فيض گنج، ضلعي خيرپور ميرس ۾ ڌام ڌوم سان ملهايو ويندو آهي. هن ميلي ۾ ملاڪڙو ٿيندو آهي، جنهن ۾ اتر ۽ لاڙ جي پهرئين، ٻئي ۽ ٽئين جوڙ جي پهلوانن ۾ مقابلو ٿيندو آهي. ان کان علاوه ميلي ۾ اُٺن، گهوڙن ۽ ٻلن ڊڪڻ جي ريس جا انعامي مقابلا بہ ٿيندا آهن. هن ميلي ۾ راڳ رنگ جي محفل ٿيندي آهي جنهن ۾ ريڊيو ۽ ٽي وي جا مشهور فنڪار حصو وٺندا آهن.

ادبي ڪانفرنس پڻ ٿيندي آهي. جڏهن ته ميلي ۾ مختلف شين جا اسٽال ۽ دڪان سينگاريندڙن کي انعام پڻ ڏنا ويندا آهن. هن ميلي ۾ هر سال هزارن جي تعداد ۾ عقيدتمند ۽ مريد اچي حاضري ڀريندا آهن.

**خياري شريف/ڪنياريون**: ضلعي نوابشاهه ۾ خياري/ڪنياريون نالي ٻه ڳوٺ مشهور آهن. هڪ تعلقي نوابشاهه ۾ 'خياريون' يا 'ڪنياريون' نالي پراڻو ڳوٺ ۽ ٻيو تعلقي سڪرنڊ ۾ 'خياري شريف' جو نئون ڳوٺ.

ماضيءَ ۾ هن ڳوٺ جو اُچار 'ڪنياري' ڪيو ويندو هو، پر موجوده دور ۾ عام لکپڙهه ۾ خياري/خياريون ڪم اچي ٿو.

ڪنيارين/خيارين جو پراڻو ڳوٺ نوابشاهه ريلوي اسٽيشن کان ڏکڻ اوڀر طرف هڪ ميل جي پنڌ تي ريلوي پٽڙيءَ جي ويجهو واقع آهي، جيڪو هاڻي ڳوٺ 'لونگ ڪيريو' سڏجي ٿو. جڏهن اڃا نوابشاهه جو شهر به نه ٻڌو هو ته هتي 'ڪنياريون' ڳوٺ آباد هو.

انگريز سرڪار اوائل ۾ هن علائقي ۾ ضلعي حيدرآباد لاءِ 'ڪنياريون' نالي هڪ تعلقو قائم ڪيو هو، جيڪو پوءِ 'نصرت تعلقي' جي نالي سان سڏيو ويو. ان تعلقي جو هيڊ ڪوارٽر 07-1906ع ۾ هن ڳوٺ 'ڪنياريون' ۾ هوندو هو، پوءِ ان کي نوابشاهه شهر ۾ منتقل ڪري 'تعلقو نواب شاهه' نالو ڏنو ويو. انگريزن هتي ابتدا ۾ ريلوي اسٽيشن به ٺاهڻ چاهي ٿي، جنهن جو ابتدائي تعميراتي ڪم به هليو هو ۽ اهڙا نشان هتي اڃا موجود آهن. بعد ۾ هڪ ميل اڳتي، 'نوابشاهه' ريلوي اسٽيشن تعمير ڪئي وئي.

'خياري شريف' نالي نئون ڳوٺ، نوابشاهه شهر کان ڏکڻ اولهه طرف 7 ڪلوميٽر پري، ڪنڌر روڊ سان تعلقي سڪرنڊ ۾ آهي، جنهن جو ٻيو نالو 'ميان شورا' آهي. هتي مخدوم ميان محمد يوسف جي درگاهه، عام زيارتگاهه ٺهيل آهي، درگاهه جو گادي نشين نوجوان اديب حماد الله خياروي آهي، جنهن 'ح-خ' جي نالي سان هڪ ناول 'جام شوري جو پاڪر' لکيو آهي. هتي ناميارو عالم، سياسي، اڳواڻ ۽ حڪيم محمد معين ڪنياروي به ٿي گذريو آهي، جنهن سان گڏجي، 1920ع ۾ سائين جي. ايم سيد، 'لاڙڪاڻي خلافت ڪانفرنس' ۾ شرڪت ڪئي هئي. نوابشاهه جو مشهور استاد ۽ شاعر 'ضياءَ خياروي' به هتان جو هو.

**خير محمد ڪيڙو**: سنڌي ڊرامن/ٽيلي فلمن جو ڊائريڪٽر خير محمد ولد علي نواز ڪيڙو، مئي 1976ع ڌاري سڪرنڊ، ضلعي نوابشاهه (هاڻوڪي شهيد بينظير آباد) ۾ پيدا ٿيو. هن مئٽرڪ تائين تعليم حاصل ڪئي ۽ پوءِ پي.ٽي.وي ڪراچيءَ سينٽر تي اسسٽنٽ طور ڪم ڪرڻ لڳو. هن فني سکيا عبدالحميد هاليپوٽي، سائره ڪاظمي ۽ قاسم جلاليءَ کان ورتي. 1994ع ۾ پي.ٽي.وي تي اسسٽنٽ طور 'سچ گرهڻ' ڊرامي کان پنهنجي فن جو آغاز ڪيو، جنهن ۾ ڊائريڪشن منظور مگسيءَ جي هئي. ان کانپوءِ هن پنهنجو فني ڪيريئر جاري رکيو. بطور هدايتڪار سندس ڊرامن ۽ ٽيلي فلمن جو تعداد 100 کان مٿي آهي، جن ۾ ڪجهه مشهور هي آهن. سنڌ ٽي.وي تي: زندگي تو بنا، شام، الزام، شمع، سنڌ ڪلاسڪ سيرين شڪاري، ظالم (سيريل) وغيره ۽ ڪي.ٽي.اين تي: ايمرجنسي ڪلينڪ، لاڪيٽ، آسمان جا تارا، ڌرتيءَ جي ڌوڙ، غلام مصطفيٰ-ٽيلي فلم، زهريلا، سنڌو بادشاهه-ٽيلي فلم، بارود جي جنگ، الله بادشاهه، وغيره عوام ۾ مقبول رهيا آهن. کيس فني مهتا طور ڪيترائي اوارڊ ملي چڪا آهن. هن ڪيترن ئي نوجوانن جي تربيت ڪئي آهي، جن ۾ خالد شاهه، اسلم مغل، علي سعيد،



زبير ساحل، سٺو نالو ڪمائي چڪا آهن. خير محمد ڪيڙو هڪ محنتي ۽ پنهنجي فن سان محبت ڪندڙ انسان آهي. هن وقت ڪراچيءَ ۾ رهائش پذير آهي.



# د

**دادا شاهي اينڊ ٽالپر ٽاڪيز سئنيما:** هيءُ سئنيما گهر ورهاڱي کان اڳ قائم ٿيو، جيڪو اڄ به جيلاني محلي خيرپور شهر ۾ واقع آهي. هيءُ سئنيما گهر سيد ڏاڏا شاهه ذاتي طور قائم ڪيو. سيد ڏاڏا شاهه



اڳوڻي وفاقي وزير سيد جاويد شاهه جو پيءُ هو. هن سئنيما گهر کي ان وقت دوران وڏي اهميت حاصل هئي. ٽي.وي، ريڊيو جي عام نه هئڻ ڪري عام ماڻهن لاءِ تفريح وٺڻ جي لاءِ سئنيما گهرن کي ئي وڏي اهميت حاصل هئي. هن سئنيما گهر ۾ پردي تي فلمون ڏيکاريون وينديون هيون. سئنيما گهر ۾ چڱي نموني ويهڻ جو بندوبست ٿيل هو. اعلىٰ معيار جي پردي تي ڏيکاريون ويندڙ فلمون ڏسڻ لاءِ هتي ڪيترائي ماڻهو پري پري کان ايندا هئا.

سئنيما گهر جي عمارت طرز تعمير ۾ قديم عمارتي تعمير جي نموني واري آهي. مرڪزي عمارت کي چوڌيواري آهي. لنگهه لاءِ ويڪري دروازي ۾ لوهي در لڳل اٿس. عمارت جا ٻه حصا آهن، اڳو وارو حصي ۾ ورانڊو، ڪجهه ڪمرا ۽ پوئين طرف کان پڻ لوهي چادر جي ڇت سان لانديءَ جي نموني تي ٻه ڪمرا آهن، جن کي ڪاٺ جا وڏا دروازا آهن. اڳو واري حصي ۾ ورانڊي کي ٽي ويڪرا ڪليل لنگهه آهن، جن جي ٽنين ۾ نمائشي ڄاريون لڳل آهن. ورانڊي جي مٿان ڇت جو هيٺ ٻنهي پاسن کان ننڍو، وچ تي وڏو ٿي تاج جي صورت ۾ آهي. ڇت جا ٻه پاڳا آهن. ورانڊي جي ڇت هيٺان ۽ وچ واري ڪمري جي ڇت مٿيري آهي، جنهن ۾ ننڍا روشندان ۽ منگهه آهن. هن وقت سئنيما گهر استعمال ۾ ڪونهي. ڪجهه قدر اندر پروجيڪٽر وغيره اڃا موجود آهن. سئنيما جو پردو ۽ فلم واري هال جي ڇت پڻ اڃا پراڻي صورت ۾ بحال آهي. باقي عمارت سنڀال نه ٿيڻ سبب ڪاڄندي ۽ ڊهندي پئي وڃي.

**دارا شاهه:** هيءُ بزرگ ارغونن جي دور جو وڏو ڪامل ولي سڏجي ٿو. هن بابت وڌيڪ حالات ۽ واقعات نه ٿا ملن. هن جي مزار مٿان ڇتائون ڇاپرو ٺهيل آهي. هي قبرستان به دارا شاهه جي نالي تي آهي. جيڪو دادو تعلقي جو مشهور ڳوٺ سيتا شهر جي ويجهو موجود آهي. قبرستان ۾ ڪيترين ئي معروف شخصيتون مدفون آهن، جن ۾ آخوند محمد صالح ٻٽي سيتائي، آخوند محمد دائود ٻٽي سيتائي، مولوي محمد صديق سيتائي، آخوند عبدالرحمان ٻٽي، آخوند الله بخش ٻٽي، آخوند محمد موسىٰ ٻٽي، فقير نياز علي چنو، ڪوڙو فقير چنو، سيد دوست محمد شاهه، مولوي عبدالغفور ميمڻ، سيد محمود شاهه ۽ ٻيون قابلِ ذڪر شخصيتون شامل آهن. هن قبرستان ۾ هڪ بازيگر جي قبر آهي، جنهن تي ڪنگڻيءَ جي مرض ۾ مبتلا مريض وهنجاريندا آهن ۽ ماڻهن جو خيال آهي ته اهي صحتياب ٿي ويندا آهن. هن قبرستان ۾ ڄاڻن پيرن جون به مزارون آهن.

**دايو، فقير منور علي:** ناميار صوفي راڳيءَ فقير منور علي دايي جو اصل نالو فقير شفقت علي ولد فقير لطف علي دايو آهي، سندس جنم ڀهرين جنوري 1967ع تي رتيديري، ضلعي لاڙڪاڻي ۾ ٿيو. هن ايم.اي اقتصاديات، پي. ٽي. سي ۽ بي. ايڊ جون ڊگريون حاصل ڪيون آهن ۽ هن وقت تعليم کاتي ۾ پرائمري استاد طور ذميداريون سرانجام ڏئي رهيو آهي. فقير منور علي دايو مشهور صوفي شاعر غمدل فقير جو پوٽو آهي.



فقير منور علي جو خاندان تصوف سان واڳيل هو، انڪري هن به صوفي رنگ اختيار ڪندي راڳ ويراڳ جي ميدان ۾ قدم رکيو، هن راڳ جي تعليم پنهنجي وقت جي صوفي ۽ ڪلاسيڪل راڳي فقير امام علي ٿهيم وٽان حاصل ڪئي. هي پنهنجي ننڍي پاءُ سنڌ جي ناميار صوفي راڳي فقير مظفر علي دائي سان گڏ سُنگ جي صورت ۾ ڳائيندو آهي. فقير منور علي پي. ٽي. وي، ڪي. ٽي. اين ۽ آواز ٽي.وي، ريڊيو پاڪستان لاڙڪاڻي ۽ ريڊيو پاڪستان خيرپور جي ڪيترن ئي پروگرامن ۾ فن جو مظاهرو ڪري چڪو آهي، هي يڪتاري ۽ چپڙيءَ تي ڳائيندو آهي.

فقير منور علي دايو راڳي هجڻ سان گڏ هڪ سٺو شاعر، خطاط ۽ ڍولڪ نواز پڻ آهي. شاعريءَ ۾ شفقت علي 'منور' جي نالي سان شعر لکندو آهي، جڏهن ته هڪ پرائمري استاد هجڻ جي حوالي سان سندس اکر تمام سٺا آهن، جنهنڪري پاڻ هڪ بهترين خطاط پڻ آهي ۽ اسڪول ۾ پنهنجي شاگردن جي اکرن طرف خاص توجهه ڏيندي پرائمري تعليم جي قديم روايت پٽيءَ جي لکت کي اڄ ڏينهن تائين زنده رکيو اچي ٿو.

**دبي للت:** ڀارت جي مشهور سنڌي اداڪاره ۽ ڊائريڪٽر للت دبي جو جنم 31 مئي 1961ع تي پونا ۾ ٿيو. سندس وڏا ورهاڱي وقت سنڌ ڇڏي ويا هئا. للت دبي ڪيترن ئي اسٽيج ناٽڪن جي ڊائريڪشن ڏيڻ سان گڏ

ڪيترين ئي فلمن ۾ اداڪاري پڻ ڪري چڪي آهي. جن ۾ : 'لوبو هميشہ' 1999ع، 'زبيده' 2001ع، 'غدار' 2001ع، 'مون سون ويڊنگ' 2001ع، 'اوم جئہ جڳدش' 2002ع، 'ڪل هونا هو' 2003ع ۽ 'باغبان' سميت ٻيون ڪيترين ئي فلمون شامل آهن. جن ڪيس شهرت ڏياري. پاڻ هندستان ۾ سنڌي ٻوليءَ جي واڌاري لاءِ پاڻ پتوڙيندي رهي آهي. بالي ووڊ فلم انڊسٽري ۾ اداڪاري ۽ ڊائريڪشن جي شعبي سان لاڳاپيل آهي ۽ بمبئي ۾ رهائش پذير آهي.

**درساڻي، ملا حسن**: سنڌ جو هيءُ بزرگ حضرت بهاؤالدين ذڪريا ملتاني جي سلسلي جو بزرگ هو. سنڌ ۾ هن جي ارشاد جو سلسلو تمام گهڻو هليو. ملا حسن متعلق ملتان شريف جو اڳوڻو گادي نشين حسين بخش شاهہ مرحوم پنهنجي اردو ڪتاب 'انوار غوثيہ' ۾ لکي ٿو تہ: "ملا حسن درساڻي 47 ڀيرا ملتان ويو ۽ ورندي پوين پيرن آيو ۽ پٺ جو سبب ادب هو، جو هن مرشد کي پٺي نہ ٿي ڏيڻ چاهي. سنڌس روضو ڪڙياگهنور جي ويجهو آهي، جتي هر سال ميلو لڳندو آهي."

هڪ عام روايت آهي تہ ملوحسن، ملي لُترسان گڏ اچ شريف کان آيو هو. ننڍي هوندي ملوحسن ميرپور ساڪري جي ويجهو ٻين شاگردن سان گڏ درياءَ پيروٽ تعليم وٺندو هو. هن کي ننڍي هوندي کان ئي ڪامل ڏسي پير صاحب چيس تہ: "تون ڪافي پڙهيل آهين. هاڻي وڃي ٻين کي فيض رساءِ." نيٺ ملوحسن ملتان ويو. جتان واپس اچي انهيءَ جاءِ تي قيام ڪيائين. جتي هن وقت سنڌس درگاهہ آهي. هي درويش ٻڪيرا برادريءَ مان پڙٿيو. ڪيس ميون فاضل ۽ ميون حسين بہ پٽ ٿيا. موجوده پاڳارا مپين حسين شاهہ جي اولاد مان آهن. مذڪوره ٻن پٽن ڪانسواءِ هن درويش کي هڪ نياڻي بہ هئي، جنهن جو نالو 'ٻائي جبان' هو. جنهن جي قبرچوڪنڊي قبرستان ديهہ ڪتڙ ۾ آهي. شاهہ عبدالڪريم جي ملفوظات ۾ ملا حسن جو ذڪر هن طرح ڪيل آهي: "وقت جو شيخ ۽ امام، ارباب ذوق و شوق، جهان هو ٽنب ۽ جذبي وارن جو امام مخدوم حسن هر پرهہ دائري ۾ رهندو هو ۽ اهو ڳوٺ درڪ پرڳڻي ۾ واقع هو." ڪيس سماع سان گهري دلچسپي هوندي هئي، ان ڏس ۾ مخدوم محمود جي ملفوظات ۾ هن طرح آيل آهي تہ: "هڪڙي ڏينهن مشائخن ۽ طالبن وچ ۾ حق جي بيان ۾ گفتار ٿي. ڪتاب ملفوظات بيان العارفين شاهہ عبدالڪريم قدس اللہ سرهہ ۾ سنڌس ڪيترا بيان آيل آهن. پاڻ جيئري تاڪيد ڪيو هئائين تہ منهنجي قبر تي سماع ڪيو وڃي، سواءِ تائين سنڌس قبر تي سماع ٿيندو آهي. ملا حسن جا فقير جنهن جاءِ تي سماع ڪندا هئا، ان کي رتول چوندا هئا، اها جڳهہ درگاهہ جي ڏاکڻي پاسي، ٻاهرين گيٽ وٽ هئي. روايت موجب ڪنهن بي ادبيءَ سبب هڪ دفعو رتول کي باهہ لڳي ۽ پوءِ راڳ هميشہ لاءِ بند ڪري ڇڏيائون. باقي درگاهہ جي اڳيان اڱڻ ۾ جيڪا 'قبي' آهي، اها درويش جي ڪچهريءَ جي جاءِ آهي. درگاهہ جي اپرندي پاسي ديوار ۾ جيڪا قبر آهي، سا موسلٰي شيديءَ جي آهي، جيڪو درگاهہ جو پاڻي ڀريندو هو." جنهن جي معنلٰي 'هربي وارو' آهي. علامہ علي محمد مهيريءَ جو هڪ شعر آهي. جنهن ۾ پڻ ملا حسن کي 'حسن هربائي' چيل آهي.

حسن هربائي هڪل ڪئي، دولهہ دوست خدا
هاري شينهن هرن ۾، ناڙا نانگ ٿيا.

ملا حسن ستين صدي هجريءَ جي آخر جو آهي ۽ اهو سنڌ ۾ سومرن جي حڪومت جو دور هو. ان لحاظ سان هي تمام آڳاٽو بزرگ آهي. هتي عام طور تي ائين چوندا آهن تہ 'ملا حسن درساڻي درس وريائي' جنهن جو مطلب اهو آهي تہ ملا حسن جو پيءُ درس ٿيو جنهنڪري ملا حسن کي 'درساڻي' چون ٿا.

**درس، ميان عبدالرحيم**: بزرگ ميون عبدالرحيم درس 1292هہ/1875ع ۾ ڄائو. سنڌس والد جو نالو ميان ولي محمد درس هو. سنڌس وڏا ڪلهوڙن جي دور کان اڳ ٿرپارڪر ضلعي جي سڪريلا ڊنڊي واري علائقي مان لڏي اچي ٽنڊو محمد خان لڳ ملاڪاتيار ۾ آباد ٿيا. ميان عبدالرحيم جو ڏاڏو ميان محمد قاسم ، حضرت غوث بهاؤالحق ذڪريا ملتاني جي سهروردي سلسلي جو فيض يافتہ بزرگ هو. پر سنڌس والد کي امانت لنواري جي نقشبندي بزرگن کان مليو ۽ نقشبندي طريقي جي تلقين ۽ تعليم پنهنجي والد ميان ولي محمد کان ورتائين ۽ طريقت جا سبق پڻ پرايائين. فارسي عربي پڙهي هئائين. حديث، فقہ ۽ تفسير مان چڱي واقفيت هئس. هي صاحب شريعت بزرگ هو. تزڪيہ نفس ۽ اخلاق جي درستگي سنڌس مشغلو هئي. هٺ، وڏائي ۽ تعصب کان آزاد هي بزرگ سمورو وقت ڳوٺ ۾ ياد الاهي ۽ معتقدن جي تربيت ۾ گذاريندو هو. سنڌس فيض يافتہ معتقد سموري ملڪ ۾ ڦهليل هئا. پاڻ اڪثر گوشہ نشيني ۾ گذاريندو هو. پاڻ زندگي جا سڄا سارا ٽيهہ سال پنهنجي خانقاهہ مان ٻاهر نہ نڪتو. ملاڪاتيار ۾ ڪکن جي لانڍي ۾ نهايت سادگي سان زمين تي ويهي فيض ورهائڻ ۾ ڪيس دلي سڪون ملندو هو. سنڌس مجلس ۾ ويٺلن کي "ويٺي جنين وٽ، ڏکندو دور ٿئي"، جهڙو آسيس ملندو هو. هي بزرگ هر خاص وعام کي فيض جون ڦڪيون ڏيندي ڏيندي 3 صفر 1359هجري مطابق 14 مارچ 1940ع تي وفات ڪري ويو. ڪيس ٽي فرزند هئا. وفات ڪانپوءِ سنڌس وڏو فرزند ميان محمد اسحاق مسند تي ويٺو.

**درگاهہ پير سيد احمد شاهہ**: هيءَ درگاهہ هنگورجا- سينارجا روڊ تي، تعلقي سوڀيديري ضلعي خيرپور ميرس ۾ واقع آهي. درگاهہ جي عمارت جيتوڻيڪ ويجهڙائي واري دؤر جي تعمير ٿيل معلوم ٿئي ٿي پر گادي نشين موجب هيءَ پراڻي درگاهہ هئي، جنهن تي تازو مقبرو تعمير ڪيو ويو آهي. هن درگاهہ کي پنج ايڪڙ زرعي زمين آهي، جيڪا تنهن وقت جي حاڪمن پاران درگاهہ لاءِ مختص ڪئي وئي. مقبرو پڪو سيمينٽ سان ٺهيل آهي، جنهن جي اڱڻ کي چوديواري ڏني وئي آهي. چوديواريءَ ۾ سيمينٽ جون جاريون هنيون ويون آهن ۽ لنگهہ ۾ پٿين سان ڪاٺ جو ننڍو دروازو هنيل آهي. مقبري جي مهاڙيءَ ۾ لنگهہ

آهي. جنهن ۾ چوڪاٺي ۾ ڪاٺ جو در نصب ڪيو ويو آهي. دروازي جي ٻنهي پاسن کان نمائشي دريون ٺاهيون ويون آهن. جڏهن تہ وچ وارو طاقچو مٿي وڃي تاج ٺاهي ٿو. درين ۽ در جي مٿان، ڀيڙ ٻني جي وچ



واري حصي ۾ ٽي ڪالم آهن. طاقچي واري تاج تي سيمينٽ جون چاريون ۽ ٻنهي پاسن تي ٿنيڙيون ۽ انهن تي نيلون آهن. مقبري جي مهڙ واري ڀيڙ ٻني تي چاريون هٽي، ان کي زيبائتو ڪيو ويو آهي. جڏهن تہ باقي ٽنهي طرفن وارو ڀيڙ ٻنو وٽ ڏنل، لسو تهيل آهي. مقبري جي چئني ڪنڊن تي ٿنيڙيون ۽ انهن تي نيلون آهن. ڇت تي ٽي گنبذ آهن. جن مان وچ وارو گنبذ باقي ٻن گنبذن کان ڪجهہ قدر وڏو آهي. گنبذن تي سيمينٽ سان ڪرڻيءَ جي گل جو نمونو ڪيدي، انهن تي نيلون لڳايون ويون آهن. گنبذن تي اڇو، چن جو پلستر ڪيو ويو هو، جيڪو گهٽو تٽو لهي چڪو آهي. مقبري جي اندرين هجري توڙي اڳڻ ۾ پڪين سرن جي فرش بندي ٿيل آهي.

**درگاهہ شاهہ لڏاٽي**: شاهہ لڏاٽي جي درگاهہ تعلقي ۽ ضلعي خيرپور ميرس پريالوءِ ۾ ابل واهہ جي ساڄي ڪنڌيءَ تي واقع آهي. شاهہ لڏاٽي قادري طريقي جو صوفي بزرگ هو. درگاهہ تي سڄي ملڪ مان عقيدتمند حاضري ڀرين ٿا. هيءُ اصل ۾ انديا جي شهر لڏيانہ جو رهواسي هو. ستين يا اٺين هجريءَ ڌاري سنڌ ۾ آيو ۽ هتي ئي وفات ڪيائين. هيءُ درگاهہ راڻي پور وارن پيرن سان لاڳاپيل آهي. شاهہ لڏاٽي جي مقبري سان گڏ ڪاٺ جي چبوتري سان سندس ڏيءَ جي پڻ مزار واقع آهي. هتي سنڌ جي اڳوڻي وڏي وزير سيد غوث علي شاهہ جي خاندان جو قبرستان پڻ آهي. هي مقبرو قديم وقت جو تعمير ٿيل هو. جنهن جي نئين سري مرمت ناليواري صنعتڪار سڪندر جتوئي ڪرائي آهي.

شاهہ لڏاٽي جي مقبري جي چوڌاري اڳڻ توڙي پاسي ۾ سيمينٽ جي ٺهيءَ واريون قبرون آهن. مقبرو مرمت بعد پڪسرائون ڪيو ويو آهي. لهاڙيءَ ۾ سرمائي رنگ جا ٽالس هنيا ويا آهن. گول دنگ سان ڪاٺ جو سائي رنگ سان دروازو هنيل اٿس. دروازي جي مٿان تاج آهي، جنهن کي ٻنهي پاسن کان منارا آهن ۽ وچ تي نمائشي گنبذ رکيو ويو آهي. مقبرو باقي ٽنهي طرفن کان سيمينٽ سان لتل آهي. چئني ڪنڊن تي نيلون هنب اٿس. وچ تي اٺڪندي گچ مٿان گول گنبذ رکيو ويو آهي. گچ تي چوڌاري گنبذريون نصب ڪري گنبذ ۽ گچ جو جنسار وڌايو ويو آهي. مقبري جي گچ کي سفيد رنگ جڏهن تہ گنبذ کي سائو رنگ ڪيل آهي. گنبذ تي نيل هنب آهي. مزار واري هجري کي اندران نمائشي محراب آهن، جن تي وٽندڙ گلڪاري ڪيل ملي ٿي. مقبري جو گنبذ ٽوڙي اندريون ديوارون پڻ گلڪاري سان چٽيل آهن. اندر ڪاٺ جي چبوتري تي مزار واقع آهي.

درگاهہ جي اڳڻ جي فرش بندي ماربل هٽي ڪئي وئي آهي. چوگرد چوديواري اٿس، جنهن کي ٻہ مکيہ لنگهہ آهن. درگاهہ جي آسپاس چڱو خاصو قبرستان آهي، جنهن ۾ اڪثر مزارون سفيد رنگ جي ٻُنيءَ سان آهن. درگاهہ جي احاطي ۾ پراڻي طرز تعمير جي نموني تي هڪ مسجد پڻ تعمير ٿيل آهي، جنهن جي مرمت ڪندي ان کي پڻ سيمينٽ سان رنڱيو ويو آهي. مسجد کي سرن جي چوديواري ۽ ان ۾ لنگهہ ڇڏيل آهي. درگاهہ تي هر سال ڦهرين صفر تي ساليانو عرس ملهايو وڃي ٿو.



جنهن دوران شاهہ لڏاٽي جا ڪيترائي عقيدتمند حاضري ڀرين ٿا. اڳوڻو چيف جسٽس راڻا ڀڳوانداس هن درگاهہ جو عقيدتمند آهي. شاهہ لڏاٽي جي درگاهہ جو هن وقت متولي غلام فقير پيرزادو آهي.

**درگاهہ لونگ فقير**: هي درگاهہ صوفي بزرگ، اهل الله لونگ فقير مهيسر جي آخري آرام گاهہ آهي، جيڪو (1201هہ/1786ع-1279هہ/1862ع) ڌاري ٿي گذريو. درگاهہ خيرپور شهر کان اوڀر ۾ 25 ڪلوميٽرن جي فاصلي تي واقع آهي. صوفي لونگ فقير قادري طريقي جو پوئلڳ ۽ شاهہ عبداللطيف ڀٽائي جي دور جو بزرگ هو. هن بزرگ جا 'لوڙها' بہ مشهور آهن، جيڪي سنڌ جي مختلف شهرن جيڪب آباد، ٺارو شاهہ، اروڙ، ڀني عاقل، سوڀي ديري ۾ لونگ فقير جي لوڙهن جي نسبت سڏجن ٿا. هن درگاهہ جي چڱي طرح سنڀال ڪئي وڃي ٿي. درگاهہ جي مرڪزي عمارت کي سفيد رنگ ڪيل آهي ۽ اڳڻ ۾ رنگين سنگ مرمر جي سرن جي فرش بندي ڪيل آهي. درگاهہ جي عمارت ڪشادي ۽ جنسار ڪيل آهي. درگاهہ جا ٻہ حصا هئا، جن مان هڪ زبون ٿي ويل حصي کي گادي نشين پاران نئين سر تعمير ڪرڻ لاءِ ڍهرايو ويو آهي. باقي عمارت طرز

تعمير جو اعليٰ نمونو آهي. درگاهه جو هجرو ۽ مسجد گڏيل آهن. مهاڙي ۾ چوڪائي جي درن سان چار لنگهه ۽ ٻه دريون اٿس، دروازن ۽ درين ۾ سائي رنگ جا شيشا لڳل آهن. پيڙهه ۾ ڪاشيءَ جون سرون ۽ دروازن



توڙي درين جي مٿان چوڪنڊا روشندان آهن، جن ۾ سيمينٽ جون جاريون هنيون ويون آهن. ٻنهي پاسن کان منارا آهن، جن جي پيڙهه ۾ ڪونڊين جا نمونا ۽ مٿئين حصي تي گنبذڙيون ٺهيل آهن. عمارت جي سامهون واري حصي توڙي وچ تي ٻه نمائشي گنبذ ۽ ننڍا منارا ٺهيل آهن، جن تي نيلون هنيون ويون آهن. وچ تي تاج ٺاهيو ويو آهي، جنهن تي پاسن وارن نمائشي ننڍن گنبذن کان ڪجهه قدر وڏو نمائشي گنبذ آهي، جنهن تي ابتي ڪوٽي جي گل تي جديد طرز جي نيل جو نمونو ڏيئي بلب هنيو ويو آهي. عمارت جي وچ تي اٺ ڪنڊي ڳچ تي گنبذ آهي، جنهن تي پڻ سفيد رنگ ڪيل آهي. گنبذ جي چوگرد ڳچ واري حصي کان زيبائش لاءِ ڪتبن جي نموني نشان چِڙيا ويا آهن. اندرئين طرف وچ تي مسجد جو محراب ۽ ساڄي پاسي گادي نشين بزرگن جون مزارون آهن. صوفي لونگ فقير جي مزار ڪي چبوترو آهي، جنهن جو احاطو مسجد واري حصي کان ڌار آهي. درگاهه جي عمارت جي ڇت ٽيئر گاڊرن سان اڏيل آهي، جنهن ۾ گل واريون سرون استعمال ڪيل آهن. صوفي لونگ فقير جي مزار واري چبوتري جو رنگ سونهري آهي، جنهن کي چوڦير لوهي جاريون آهن ۽ چبوترو بهترين جنسار سان سينگاريل آهي. مسجد ۽ مزار جي عمارت ڪي اندرئين طرف کان به جنسار ڪيل آهي.

درگاهه تي هر سال 25 ذوالقعد کان ٽن ڏينهن تائين ميلو لڳي ٿو، جنهن دوران ڪيترائي عقيدتمند، مريد ۽ زيارتي هتي گڏ ٿين ٿا. هن وقت درگاهه جو گادي نشين فقير شاعر علي ڏيٿو آهي.

**درگاهه مخدوم عبدالرحمان:** هيءَ درگاهه ڪهڙن، تعلقي گمبٽ، ضلعي خيرپورميرس ۾ واقع آهي. درگاهه ڪهڙن وارن بزرگن مان ناليواري اولياءَ مخدوم عبدالرحمان شهيد ولد محمد بن محمد عاقل پهرين جي آهي. مخدوم عبدالرحمان ڪلهوڙن جي دور ۾ ٿي گذريو آهي. پاڻ اهل شريعت هو، بنا ڪنهن رک رکاءَ جي پنهنجي نقطهءِ نظر مطابق واضح راءِ ڏيندو هو. ڪلهوڙا حاڪم مٿس ناراض رهندا هئا. جن ڪاوڙجي هڪ ڀيرو سزا طور کيس خدا آباد بدر به ڪيو. ڪلهوڙن جي حاڪميت ۾ فوج ڪهڙا شهر تي حملو ڪيو ۽ مخدوم عبدالرحمان سميت 222 ماڻهن کي شهيد ڪري ڇڏيو. شاهه عبداللطيف ڀٽائي، شاهه ولي الله محدث دهلوي، مخدوم محمد معين ٺٽوي، محمد زمان لنواري وارو، مخدوم ضياءُ الدين، مخدوم محمد هاشم ٺٽوي هن جا همعصر هئا. درگاهه جي طرز تعمير ڪلهوڙن جي دور جي ياد ڏياري ٿي. درگاهه جي مقبري ۾ ڪهڙن وارن بزرگن جون مزارون آهن، جن جو تعداد 9 آهي. سيئي مزارون ٿلهي تي آهن، جن کي سائي رنگ جو احاطو ڏنو ويو آهي. مزارن تي موڙ ۽ پڙ پيل آهن. درگاهه جو قبو چورس هجري وارو آهي، جنهن جي مهاڙيءَ ۾ ٽي طاق آهن. ٽنهي مان وچئين طاق ۾ چوڪنڊو ڪاٺ جو سائي رنگ سان در نصب ڪيل آهي. مهاڙي واري ۽ ٽنهي طاقچن ۾ ٽي ڪالم آهن، جن مان ٻنهي پاسي ٽنهي ڪالمن ۾ ٻه ٻه ڪسي دريون آهن وچ وارو طاقچو پاسي وارن ٻنهي طاقچن کان مٿي قبي جو تاج ٺاهي ٿو. تاج تي ٻنهي پاسي کان ٻه ٽنيڙيون ۽ انهن تي ڳنڌڙيون آهن، جن تي نيلون نصب ڪيون ويون آهن. ٽنيڙين جي وچ واري حصي ۾ پٽ تي ڪنگريون ٺاهيون ويون آهن. مقبري جي ٻنهي پاسن واري ديوار ۾ پڻ ٽن قطارن ۾ ست ست ونگايون دريون آهن. قبي جي چئني ڪنڊن تي ٽنيڙيون انهن تي ڳنڌڙيون ۽ انهن مٿان وري نيلون آهن. ڀيڙ ٻني تي چوڦير ٻنيءَ نموني ڪنگريون ٺهيل آهن. اٺ ڪنڊي



ڳچ تي ڪنڊ جوڙون ڏئي گنبذ رکيو ويو آهي. گنبذ تي ابتي ڪوٽي جي گل مٿان نيل ۽ ان تي ڪلسو ڏنو ويو آهي. مقبري کي سفيد رنگ ڪيل آهي. قبي جي پوءِ واري وقت ۾ مرمت ٿيل ڀاسجي ٿي. مقبري جي ڳچ ۾ چئني پاسن کان چوڪنڊا روشندان ڇڏيل آهن. قبي جي مهاڙيءَ ۾ ڪجهه قبرن مٿان تازي ڪوئي تعمير ڪيل آهي، جڏهن ته سيمينٽ جي ٺهيل واريون قبرون پڻ آهن. درگاهه جي پرم ساڳيءَ طرز تعمير واري مسجد آهي. مسجد پڻ پراڻي تعمير ٿيل ڏسجي ٿي.

**درگاهه واڏو واڏن:** هيءُ مقبرو پير مشائخ جي درگاهه جي ويجهو، تعلقي سوڀيديري، ضلعي خيرپور ميرس ۾ واقع آهي، جنهن ۾ پنهنجي وقت جي صوفي بزرگ ۽ اولياء پير واڏن سائين جي مزار آهي.

مقبرو هڪڙي هجري تي مشتمل آهي، جنهن جي مهاڙيءَ ۾ چوڪائي ۾ در، ان جي مٿان چڇوءَ رنگن سان زيبائشي چٽ ڪڍيا ويا آهن. در جي چڇي مٿان ڪالم آهن، جن ۾ مٿئين ڪالم تي ڪلمو اڪريل آهي.



ٻنهي پاسن کان دربون آهن، جن مٿان چڇو ۽ ان جي مٿان روشندان آهي. قبي جي هيٺ ٻني تي ٻنيءَ جي شڪل جون ڪنگريون آهن. مقبري تي اٺ ڪنڊي ڳچ کي ڪنڊ جوڙون ڏئي گنبذ رکيو ويو آهي، جنهن تي ابتي ڪوٽي جو گل رکيل آهي. مقبري جي چوڌير اڳڻ ۾ قبرون آهن، مقبري جي هيءَ عمارت تازي تعمير آهي.

**درگاهه وريل شاهه بخاري:** شهيد وريل شاهه بخاري جي درگاهه ڳوٺ عنايت الله سومري، تعلقي ٺري ميرواهه، ضلعي خيرپور ميرس ۾ واقع آهي. وريل شاهه لاءِ مشهور آهي ته هيءُ اهل الله شخص هو. مقامي ماڻهو ڏانهس ڪيترين ئي ڪرامتون منسوب ڪن ٿا. وريل شاهه جي مزار تي پراڻو مقبرو تعمير ڪيل هو، جنهن کي ڊاهي هاڻي تازو جديد طرز جو نئون مقبرو تعمير ڪيو ويو آهي.



مقبرو سيمينٽ جي ٿلهي تي، پڪين سرن سان رٽيو ويو آهي. اوساري ۾ سيمنٽ وغيره ڪتب آندل آهي. مهاڙيءَ ۾ ڪليل اڳڻ اٿس. ٿلهي تي چڙهڻ لاءِ ڏاڪڻ آهي. مهاڙيءَ ۾ چوڪائي سان سادو ڪاٺ جو دروازو ۽ پاسن کان ٽن طاقن واريون دريون لڳايون ويون آهن. پيڙهه ۾ چونوڪري باقي سامهون واري ديوار تي رنگ روغن سان زيبائشي چٽ ڪڍيا ويا آهن. ٻنهي ڪنڊن تي هيٺ- ٻني کي وڏائي وڏا گنبذ رکيا ويا آهن. وچ تي سونهري رنگ جو گنبذ ڇت تي رکيل آهي، جنهن تي ابتي ڪوٺيءَ جي گل جو نمونو ڪڍي نيل هنئي وئي آهي. ڇت ٽيئرن ۽ گارڊرن سان گل وارين پڪين سرن جي ٻڌل آهي. وراندي ۾ هڪ ڪمرو اٿس. اندرئين حجري ۾ سنگ مرمر جي سرن تي ٻڌل ٿلهي تي وريل شاهه جي مزار آهي. هتي ڪيترائي زائرين ايندا رهن ٿا. درگاهه جو مجاور در محمد فقير آهي. هن درگاهه تي هر سال ٽين شوال تي ميلو لڳي ٿو.

**در نه مٽجي دوست جو** (ڪتاب): هي ڪافي ۽ غزل جي مشهور عوامي شاهر، سيد عباس علي شاهه رضويءَ جي شاعريءَ جو ٽيون مجموعو آهي. هي ڪتاب اميشا پبليڪيشن، نئين ڪوٽ، ضلعي ميرپورخاص، پاران ڇپايو ويو آهي. ابتدا ۾ عباس علي شاهه رضويءَ جي ڏوهٽي اياز رضويءَ جو مختصر تاثر، شاعريءَ جو پنڌ عنوان سان ڏنو ويو آهي. جنهن بعد ناميارى ڪهاڻيڪار ماڪن شاهه رضويءَ جو شاعر بابت مختصر تاثر ڏنل آهي، جنهن جو عنوان آهي 'سنڌي ڪلاسڪيل شاعري جو بي بها شاعر' ان کانپوءِ سنڌ جي نامور عوامي شاعر سيد مرتضيٰ ڏاڏاهي 'سونهن ۽ سرهاڻ جو شاعر' عنوان سان، سيد عباس علي شاهه رضويءَ سان پنهنجي ويجهڙائيءَ ۽ واسطي سان گڏ سندس شاعريءَ تي خيال آرائي ڪئي وئي آهي.

هن ڪتاب ۾ مناجات، نعت ۽ دعا ڪانسواءِ غزل، ڪافيون ۽ بيت شامل آهن. ڊيمي سائيز جي 112 صفحن تي مشتمل هن ڪتاب جي قيمت 150 روپيا آهي ۽ هي ڪتاب اپريل 2009ع ۾ ڇپجي پڌرو ٿيو.

**دريا خان فقير:** دريا خان فقير هگورجا، ضلعي خيرپور ۾ پيدا ٿيو. تعليم حاصل ڪرڻ کانپوءِ ڪجهه وقت شڪارپور ۾ انگريزن جي فوج ۾ نوڪري ڪيائين. اوچتو فقيري رنگ لڳس ۽ نوڪري ڇڏي حضرت قلندر شهباز جي درگاهه تي پهتو اتي ڪجهه وقت رهڻ کانپوءِ سير و سفر ڪندي نوشهري جي صوفي بزرگ، مخدوم عبدالحئي نقشبندي جو مريد ٿيو ان بعد لالو رانئڪ تعلقي وارهه ۾ اچي آستانو اڏيائين. 5 ذوالحج 1309هه/ 1891ع تي وفات ڪيائين. شعر به چيو اٿس. جيڪو بيتن ۽ ڪافين تي مشتمل آهي. نمونې طور سندس هڪ ڪافي جا ڪجهه بند هتي پيش ڪجن ٿا:

مٿئون آيا مينهن ملي،
هيٺئون درياء جي آب اٿل ڪئي.
ڪنڌ هڏندي خلق ٽڪي پئي،
ڪير پاڻيءَ جو زور جهلي.
خاوند خلق کي خوش جو ڪيڙو
پوڪون پڪيون ٽن ان جهلي.

**دريا خان ڪلهوڙو**: دريا خان ڪلهوڙو ڳوٺ هنگورجا، تعلقي قنبر-شهدادڪوٽ جي مخدومن جي خاندان مان هو. سندس والد جو نالو ميان محمد الياس هو. ڪيس دولهه دريا خان به سڏيندا هئا. هن تعليم حاصل ڪري ڪجهه وقت شڪارپور ۾ انگريزن جي فوج ۾ نوڪري ڪئي. اوچتو درويشاڻو رنگ لڳس ۽ فوج ڇڏي لال شهباز قلندر جي درگاهه تي پهتو. اتي ڪجهه وقت رهڻ ڪانپوءِ سير سفر ڪيائين ۽ نوشهري فيروز جي مشهور بزرگ مخدوم عبدالحئي نقشبنديءَ جو مريد ۽ طالب ٿيو. ان بعد تعلقي وارهه جي ڳوٺ لالو رائنڪ ۾ آستانو اڏيائين. ان بعد ڪيترو وقت سنڌ ۽ بلوچستان جو سير سفر ڪيائين. بعد ۾ لالو رائنڪ کي الوداع چئي ڳوٺ منگواني تعلقي ميهڙ ۾ رهيو، جتي 5 ذوالقعد 1309هه/پهرين جون 1892ع تي وفات ڪيائين. دريا خان حقيقت پسند ۽ منفرد ڪافي گو شاعر هو. سندس ڪافين ۾ تصوف جو رنگ به نمايان آهي ته حسن و عشق جو بيان به آهي. ان کان علاوه سندس ڪافين ۾ معاشي ۽ معاشرتي حالتن جو به جا بجا ذڪر ملي ٿو. جيئن سندس مشهور ڪافي آهي:

ان آهي ايمان، تڏهن ٿو بندو بود اچي

سندس ڪلام جو ڪتاب هفت زبان شاعر علامه هدايت علي ’تارڪ‘ نجفي جو مرتب ڪيل آهي، جيڪو مرحوم خادم حسين شاهه لاڙڪاڻي واري جي ذاتي لائبريءَ جي زينت بڻيل آهي:

ظاهر ويڪين باطن ڪون، تان باطن ظاهر ٿيوي
جيوين آکيا ويڪين آهري، تيوين التا اپ وکيري
تيوين طالب وڃ طلب دي، مين ڪون گم ڪجيوي
دريا خان ايوين وڃ الله دي، موتو اٿي مرجيوي.

**دستور العمل** (ثاني): هي قلمي ڪتاب رامچند مهتا ٺٽويءَ جو فارسي نظم توڙي نثر ۾ لکيل آهي جيڪو پراڻي دور ۾ منشي ٿيڻ لاءِ لازمي پڙهيو هو. هي ڪتاب ڪلهوڙن جي دور ۾ لکيو ويو هو. ڪتاب





ان وقت مڪتبن ۾ ’منش جي نصاب‘ طور پڙهايو ويندو هو. هن قلمي نسخي جي شروعات هيئن ٿئي ٿي:

... ”دوڪان برست آمدت...“

۽ اختتام هيئن ٿئي ٿيو:

”... شڪل گردون گره و صورت اختر گره است
ڪارم از انجم افلاڪ گره در گره است.

هي قلمي نسخو خط شڪسته ۾ ڪتابت ٿيل آهي، جيڪو 116 صفحن تي مشتمل آهي. ڪتاب جي ڪاتب جي خبر نٿي پوي پر اهو نسخو 15 رمضان 1261هه (17 سيپٽمبر 1845ع) ۾ ڪتابت ڪيو ويو. هي قلمي نسخو سنڌي ادبي بورڊ جي قلمي نسخن ۾ محفوظ آهي.

**دَلِت** (Dalit): هندستاني سماج مطابق، اولهه هندوستان ۾ موجود دَلِت قومن/ذاتين جو تعلق شودر ورنا سان آهي. وچئين زماني جي هڪ ڏاهي/فلاسافر ’رامانج‘ شودر ذات لاءِ هڪ مهذب اصطلاح ٿريڪولتر (Thirukulattar) ڪتب آندو، جنهن جي معنيٰ هئي ’مقدس قبيلي جا ماڻهو‘. رامانج، قديم دور جو پهريون ڏاهو ۽ مدبر هو، جنهن هندو ڌرم جي رسمن جي مخالفت ڪندي اڇوتن جي مندرن ۾ اچ وڃ ۽ پوڄا پاٺ ڪرڻ جي حمايت ڪئي. هندستان جي نامياري ۽ عالمي حيثيت رکندڙ عظيم سياسي اڳواڻ موهنداس ڪرمچند گانڌي (مهاتما گانڌي) شودرن لاءِ نئون اصطلاح ’هريجن‘ معنيٰ ’ديوتا جو اولاد‘ استعمال ڪيو، پر هن قبيلي جي ڪجهه ماڻهن کي ان نالي تي اعتراض هئڻ سبب پاڻ کي دَلِت سڏائڻ کي فوقيت ڏنائون. دَلِت جي عموماً تشريح لتاڙيل، محڪوم ۽ نيچ ذات طور ڪئي ويندي آهي. هيءَ هڪ اهڙو گروهه آهي، جنهن ۾ پنگي/صفائي سترائي جو ڪم ڪندڙ ذاتيون اچي ٿيون وڃن. روايتي هندو عقيدن موجب دَلِت گروهه / نسل ۾ ايندڙ قومن ۽ ذاتين کي تاريخي ۽ رسمي طور ناپاڪ/گدلي پيشي سان منسلڪ ڪيو ويندو آهي، جنهن ۾ عام طور ڪنهن جانور کي مارڻ، جانور يا انسان جي مئل جسمن کي ڇهڻ، صفائي سترائي جي ڪمن ۾ حصو وٺڻ وغيره اچي وڃن ٿا. اهڙين سرگرمين ۾ ملوث ماڻهن کي سماج لاءِ ڇوت ذريعي بيمارين ڦهلائڻ جو ڪارڻ تصور ڪيو ويندو آهي، جنهن جي نتيجي ۾ عام طور دَلِت گروهه جي فردن لاءِ هندو ڌرم جي مذهبي ۽ سماجي زندگيءَ جي ڪارگذارين ۾ حصو وٺڻ يا شرڪت ڪرڻ جي سخت ممانعت هوندي آهي. ايستائين جو ڪين پنهنجي علائقي ۾ قائم مندر ۾ وڃي پوڄا پاٺ ڪرڻ جي به اجازت حاصل ناهي هوندي. گھڻين جاين تي اڪثر هندو ڌرم جي اوچين ذاتين ۽ دلتن جي وچ ۾ اتفاقي يا حادثاتي لاڳاپي کان بچاءُ لاءِ احتياطي تدبيرون پڻ استعمال ڪيون وينديون آهن.

تاريخي طور دلتِ ۽ شودر جي ٻين گهٽ ذاتين ۾ ڪا خاص حد بندي نظر نٿي اچي. ممڪن آهي ته انگريز حڪومت دوران زميني حد بنديس ۽ برطانوي راڄ جي حڪمراني هيٺ ڪي دلتِ شودر ٻين مٿين ذاتين ۾ تبديل ٿيا هجن ساڳي ريت اهو به امڪان لوڏسجي ته شودر برادري جون گهٽ ذاتيون، عهدي ۾ گهٽجڻ سبب دلتِ گروهه ۾ شمار ڪيون ريون هجن. هڪ هندستاني اسڪالر ڊاڪٽر بي. آر امبيڊڪر موجب: اڇوت، ماضي ۾ هڪ ڌار قبيلو هو جيڪو ڳوٺاڻي ۽ ثقافتي (گرام - سنسڪرتي) کان بالڪل وانجهيل هو. بعد ۾ ڪين جهنگ جي قبيلائي برادرين، اندروني جنگين ۽ خراب حالتن سبب، پنهنجي بقا لاءِ ٻين ڳوٺن ۾ پناهه وٺڻي پئي. دلتِ ڪو هڪ قبيلو يا ذات ڪونهي، بلڪه هيءَ هڪ مڪيه

گروهہ آهي. جنهن مان ڪيترين ئي ذاتيون ڦٽي نڪرن ٿيون. عام طرح اهي سيئي ذاتيون دِلت جي دائري ۾ اچن ٿيون. انهن قبيلن/ذاتين جي ورڇ، پيشي جي آڌار تي ٿيل آهي، جنهن تحت گهڻ ۾ گهڻ ذات "پنگي" (پنگڪوڪم: صفائي سٿرائي جو ڪم ڪندڙ) جي تصور ڪئي ويندي آهي. هندو ڌرم جي روايتن موجب ذات جي تقسيم جو سبب ڪائنات جي ديوتا برهما جي مختلف عضون مان پيدا ٿيڻ هو جهڙوڪ: برهمڻ، ديوتا جي مٿين حصي مٿي مان پيدا ٿيا، ان ڪري انهن جو اسٿان حڪومت ڪندڙ طور مڃيو ويجي ٿو. ڪشتري (ڪتري) سندن بازوئن مان تخليق ٿيا تنهنڪري انهن کي بهادر، ويڙهاڪ ۽ سپهہ سالارن ۾ شمار ڪيو ويو. وئش، ان ديوتا جي پيٽ مان جنم ورتو ۽ سندن پيشو وڻج واپار ٿيو ۽ شودر، ديوتا جي پيرن مان پيدا ٿيا جيڪي ٻني ٻارو ۽ غلامي ڪندڙن طور سامهون آيا. طبقاتي نظام متعلق سراج الحق ميمڻ پنهنجي ڪتاب 'سنڌي ٻولي' جي باب نمبر چوٿين، صفحي 141 تي لکيو آهي تہ: اٽڪل 4000 ق-م ۾ زرعي ترقيءَ سان گڏ موهن جي دڙي جو سماج ماءُ آدرشيءَ مان پيءُ آدرشي بڻجي رهيو هو. ان دور ۾ ذاتي ملڪيت جو تصور بہ پيدا ٿي چڪو هو ۽ قومي دولت طبقاتي نظام ۾ ورهائجي وئي. ٻانهپ جو دستور بہ ان ئي دور ۾ پيدا ٿيو ۽ دولت، سون، ٽامي ۽ ٻانهن (غلامن) جي صورت چند ماڻهن ۾ گڏ ٿيڻ لڳي. ان طبقاتي نظام تنظيمي مذهب جو بنياد وڌو ۽ انهن مان هر طبقي، پنڊتن ۽ پروهتن، پنهنجي دائمي تسلط قائم رکڻ لاءِ ذات پات جو نظام قائم ڪيو.

ان ڪان سواءِ سراج الحق ميمڻ اسوليانا سرولا سوترا (Asvalayana Sarula Sutra) مان حوالو ڏيندي وڌيڪ لکي ٿو تہ: "اهي ذاتيون ڌنڌي جي لحاظ کان اڳئي جدا جدا هيون ۽ هر هڪ ذات کي پنهنجو جدا جدا نشان هو، جنهن مان هنن جي ڌنڌي جي خبر پوندي هئي. اهي ذات پات جا نشان (Totems) موهن جي دڙي ۽ هڙاپا جي ڪيترين مهرن تي ملن ٿا. ماڇي، مهاڻا، وگهامل، اوڏ، سنديلا ۽ ٻيا ڪيترائي سماٽ ذاتين جا نالا دراصل انهن نياتي نشانن جي ڪري پيدا ٿيا. اهي جدا جدا نيات واريون ذاتيون (Totemic Communities) پنهنجي پنهنجي ڌنڌي ۾ مشغول هونديون هيون. ماڇين جو نياتي نشان مڇي ۽ ڪچون هو؛ مهاڻن جو مڇي ۽ ٻيڙي، وگهاملن جو ڪهاڙو، سنديلن جو پکي وغيره. جن مان انهن جي ڌنڌي جي ورهاست جو پتو پوي ٿو.پر اهي ذاتيون ۽ نياتيون مذهب جي دائري ۾ آيون، تڏهن ذاتيون محض مذهبي ذاتيون بنجي ويون ۽ پورهيت ذاتين کي نيچ ذاتين ۾ شمار ڪيو وڃڻ لڳو."

سراج جي مٿي بيان ڪيل راءِ مان چڱي ريت پروڙ پوي ٿي تہ ذاتين جو فرق ۽ تفاوت قديم دور جي تهذيبن کان هلندڙ آهي ۽ ان فرق جو پهريون مکيہ ڪارڻ مذهبي، نسلي يا لساني هئڻ بجاءِ ماڻهن جو هنر ۽ پيشو پئي رهيو آهي. وقت گذرڻ سان نسلي واڌاري سبب اهو فرق هر دور ۾ وڌندو رهيو آهي، ايستائين جو هن فرق کي آهستي آهستي مذهبي ۽ سماجي دائرن ۾ پڻ داخل ڪيو ويو. هندومت ۽ عيسائيت ۾ هن فرقيواريت جا آثار نمايان نظر اچن ٿا. اسلامي تعليمات ۾ جيتوڻيڪ ڪنهن بہ سبب ڪري ذات پات جي فرق کي مٽائي عالمي ڀائيچاري جو پيغام ڏنو ويو آهي، تنهن هوندي بہ اڄ جي مسلمانن ۾ ذات پات جو فرق واضح نظر اچي ٿو ۽ سيدن ۽ ڪن ٻين ذاتين کي برتر سمجهيو وڃي ٿو. فرق صرف ايترو آهي تہ بظاهر ذاتين جو اهو فرق پيشي جي آڌار تي نہ ٿو ڇيو وڃي.

سماجي حوالي سان هندو سماج ۾ ذات پات، رنگ نسل ۽ ڀيد ڀاوَ جو تصور منو مهراج پنهنجي ڪتاب منوسمرتيءَ ۾ پيش ڪيو آهي. وقت گذرڻ سان گڏ هندو سماج جي مکيہ ذاتين برهمڻ، ڪشتري (ڪتري)، وئش ۽ شودر مان ٻيون ذاتيون اسريون. شودر قبيلي مان جيڪي ذاتيون ڦٽي نڪتيون، انهن کي گهڻ ڪري 'دَلِت گروهہ' ۾ شمار ڪيو ويو. موجوده وقت ۾ نسلياتي مطالعي ۽ تحقيق مان اڇوت ۽ ٻين ذاتين وچ ۾ جنسياتي/نسلياتي فرق جي ڪا واضح ثابتي ناهي ملي. دَلِتِ قومن جي اڪثريت هندستان ۽ پاڪستان ۾ هندو مت وارن علائقن ۾ ملي ٿي، ڇاڪاڻ تہ ذات جي ان ذيلي ورڇ جو سڌي، اڻ سڌي طرح ثقافت ۽ سماجيات سان گڏ مذهب سان بہ واسطو آهي. هندوستان ۾ ذات پات جي هن فرق کي سماجي ڍانچي ۽ باهمي تعلقات لاءِ خطري جو سبب ڄاڻندي مختلف وقتن تي ڪي اُپاءَ پڻ ورتا ويا آهن. ان ڏس ۾ ماضي ۾ سماجي جاڳرتا هيٺ 'يڪجهتي تحريڪون' وجود ۾ آيون ۽ ڪيترن ئي سماج سڌارڪن مهاتما گانڌي جي اصولن جي پيروي ڪندي ذاتين جي وچ ۾ پيشي يا ٻئي ڪنهن سبب جي آڌار تي آيل فرق کي مٽائڻ جي هر ممڪن ڪوشش ڪئي آهي. جيتوڻيڪ شهرن ۾ ذاتين جو فرق ۽ ڀيد ڀاوَ ظاهري طور گهٽ ٿو ڏسڻ ۾ اچي، تنهن هوندي بہ ڳوٺن ۾ اهو فرق اڄ تائين جيئن جو تيئن برقرار آهي. اڄ بہ هندستان جي اڪثر ڳوٺن ۾ دلتِ گروهہ سان لاڳاپيل ماڻهن کي سندن پيشي جي ڪري معاشري ۾ گهٽ حيثيت ڏني ويندي آهي. برهمڻ، ڪشتري (ڪتري)، ويشنو ۽ ٻين ذاتين جو دَلِتِ گروهہ جي ماڻهن سان ميل جول رکڻ کي عيب سمجهيو ويندو آهي، تنهنڪري سندن گهرن کي ڳوٺ کان ٻاهر پرڀرو قائم ڪيو ويندو آهي. دلتن جي مندر ۾ اچي عبادت ڪرڻ، اوچي ذات وارن جي شادين، غمين، مذهبي يا سماجي رسمن ۾ شرڪت ڪرڻ تي پابندي مڙهيل هوندي آهي. انهن جا ڳوٺ ۽ پاڙا الڳ هوندا آهن. جيڪڏهن ڪو دلتِ، ڪنهن برهمڻ يا ٻي اوچي ذات واري جي ڳوٺ ۾ داخل ٿيندو آهي تہ مٿس جتي لاهڻ جو شرط لاڳو هوندو آهي. هندومت جا پوئلڳ ان فرق کي پنهنجي پرمپرا جو حصو سمجهن ٿا، ان ڪري ٻارن کي ننڍي هوندي کان دَلِتِ ۽ سندن وچ ۾ فرق بابت ڄاڻ ڏيڻ ضروري سمجهندا آهن.

تازو 2008ع ۾ هندوستان ۾ آباد دَلِتِ گروهہ جي 134 دلتِ ذاتين بابت انگريزي حرفن جي ترتيب سان انسائيڪلوپيڊيا شايع ڪئي وئي آهي، جنهن ۾ ماضي ۽ حال جي دَلِتِ ذاتين/قبيلن جي زندگي گذارڻ جي طور طريقن، ظاهري ڏيک (شڪل شبيهہ)، نسلي تاريخ، سماجي

زندگي، حقن، ثقافتي رسمن، معاشي سرگرمين، انتظاميه ۽ انصاف، مذهب ۽ ثقافت، برادري اندر سنڌن هڪبئي سان لاڳاپن ۽ جديد دور ۾ سنڌن صورتحال تي تفصيلي انداز ۾ داخلائون شامل ڪيون ويون آهن.

هن گلوبل انسائيڪلوپيڊيا آف دي ويسٽ انڊين دلتس ايٿنوگرافي (Global Encyclopaedia Of the West Indian Dalit's Ethnography) کي هندستان جي مشهور دلتِ اسڪالر ڪي. سي. داس ايڊٽ ڪيو آهي.

**دلدار عباسي:** دلدار علي ولد محمد ابراهيم عباسي 15 جنوري 1966ع تي ڳوٺ پولا ڪلهوڙا تعلقي قنبر (موجوده ضلعي قنبر- شهدادڪوٽ) ۾ جنم ورتو. پرائمري تعليم غوث پور محلي لاڙڪاڻي مان حاصل ڪيائين. اٺين ڪلاس تائين تعليم ميونسپل هاءِ اسڪول لاڙڪاڻي مان حاصل ڪري لاڙڪاڻي کي هميشه الوداع چئي طالب المولیٰ هاءِ اسڪول ۾ داخلا ورتائين. مئٽرڪ 1981ع ۾ پاس ڪيائين. انٽر ڊگري ڪاليج دادو مان ۽ وڌيڪ تعليم پرائيويٽ شاگرد جي حيثيت سان پڙهي، گريجوئيشن ڪري چڪو آهي.



دلدار عباسيءَ سياست جي ابتدا ايم. آر. ڊي تحريڪ ۾ سپاف جي پليٽ فارم تان ڪئي ۽ 1984ع ۾ حيدرآباد ۽ ڪراچي سينٽرل جيل ۾ سپاهيءَ جي حيثيت سان ملازمت ڪئي. 1987ع ۾ جيل سپرنٽينڊنٽ سان سياسي اختلاف سبب استعيفا ڏنائين. جاڪاڻ ته سينٽرل جيل حيدرآباد ۾ ان وقت ڊاڪٽر قادر مگسي، بشير خان قريشي، نياز ڪالاڻي ۽ شهنشاهه جهانگارا گرفتار ٿي جيل پهتا ۽ انهن کي بند وارڊ ڪيو ويو ۽ ڪيس حڪم ٿيو ته هنن تي تارچر ڪيو وڃي، مگر حڪم عدولي ڪندي نوڪريءَ تان مستعفي ٿيو. سال 1986ع ۾ جڏهن جي. ايم سيد جهنڊي ڪيس ۾ گرفتار ٿي ڪراچي سينٽرل جيل پهتو، تڏهن جي. ايم سيد سان ملاقات ٿيس ۽ جي. ايم سيد ڪانئس وچن ورتو ته هو سنڌ تي ٿيندڙ وار تي خاموش نه ويهندو. ان موقعي تي جي. ايم سيد ڪيس سچي سپاهيءَ جو خطاب ڏنو. دلدار عباسي اخباري دنيا سان به وابسته رهيو. هن ڪيترائي ڪالم ۽ مضمون لکيا، جيڪي اخبارن ۾ شايع ٿيا. سال 1991ع ۾ پوليس کاتي ۾ سپاهي بطور ڀرتي ٿيو ۽ 1999ع ۾ هن کي ڪمانڊو ڪورس لاءِ اينٽي ٽيريرسٽ ٽريننگ رازق آباد ڪراچي موڪليو ويو. ڪراچي ۾ ڀهرين جنوري 1998ع کان 21 آڪٽوبر 1998ع تائين ڪمانڊو ٽريننگ ڪئي. ٽريننگ جي اختتام تي پاسنگ آئوٽ ۾ سڄيءَ سنڌ مان ٽين پوزيشن حاصل ڪيائين.

دلدار عباسي پنهنجو فني سفر 1981ع کان شروع ڪيو 1981ع کان ميهڙ مان آيل اداڪار ذوالفقار هيسباڻيءَ دادوءَ ۾ اسٽيج شو پيش ڪيو، جنهن ۾ مشهور راڳي منظور سخيراڻيءَ هيروئن جو ڪردار ادا ڪيو ۽ مرحوم فلم اسٽار ابو بلال به اهم ڪردار ادا ڪيو هو ان ۾ دلدار عباسي هڪ ايڪسٽرا ڪردار سان فني زندگيءَ جو آغاز ڪيو. اڄ تائين هو 50 کن اسٽيج ڊراما ڪري چڪو آهي. ان کان علاوه هي ڪي. ٽي. اين ۽ سنڌ ٽي. وي تي به پروگرام ڪري رهيو آهي، جنهن ۾ سندس ڪيترائي ڪردار يادگار سمجهيا وڃن ٿا. دلدار عباسي جو فني سفر جاري آهي. پاڻ هينئر ڪراچي ۾ پوليس ڊپارٽمينٽ ۾ انسپيڪٽر طور ڪم ڪري پيو.

**دلڪش منزل، خيرپور:** هيءَ عمارت 1896ع ڌاري ڀهرئين ٽالپر حڪمران مير فيض محمد خان ٽالپر تعمير ڪرائي، جيڪا پوءِ ٽالپرن جي سڄي حڪومتي دور ۾ خيرپور رياست جي حاڪمن جي سرڪاري رهائشگاهه طور استعمال ٿيندي رهي. جنهن دوران هن عمارت جي نالن ۾ مختلف وقتن تي تبديلي ٿيندي رهي. خيرپور جي رياستي دور اندر هيءَ عمارت 'فيض محل' جي نالي سان مشهور هئي.

1947ع ۾ ممتاز قزلباش، خيرپور رياست جو وزيراعظم مقرر ٿيو ۽ دلڪش منزل کي پنهنجي رهائش لاءِ استعمال ڪيائين. 1955ع ۾ خيرپور رياست سميت ان سان الحاق شده تمام ننڍيون رياستون پاڪستان ۾ ضم ٿي ويون، جنهن بعد هن عمارت کي سرڪاري سطح تي ڀهرين ڪمشنر ۽ پوءِ 1972ع ۾ ڊپٽي ڪمشنر هائوس ۾ منتقل ڪيو ويو.

2001ع ۾ عمارت کي ڊسٽرڪٽ ڪوآرڊينيشن آفيسر (DCO) جي سرڪاري آماجگاهه مقرر ڪيو ويو. موجوده عمارت ٻاهرئين ڏيک ۾ مستطيل ۽ اڇي رنگ جي آهي. عمارت جي سموري ڇت گارڊرن تي ٺهيل آهي. ڇت کان تقريباً هڪ فوٽ هيٺ ٽڪنڊيون سرون نصب ٿيل آهن. جيڪي ڏسڻ ۾ لهريدار نظر اچن ٿيون. انهن سرن جي وچ وچ ۾ برساتي پاڻي جي نيڪال لاءِ نيسارا پڻ لڳل آهن. عمارت جي ٻاهرين



ديوارن جي هيٺينءَ حصي کان در ۽ درين جي ماپ تائين نيري ۽ اڇي رنگ جون ڪاشيءَ جون سرون لڳل آهن. مکيه دروازي ۽ درين تي ڪاري رنگ جا شيشا نصب آهن. عمارت جي اندرئين حصي ۾ هڪ وڏو ڪاڏي جو هال ۽ آرام لاءِ ڪجهه مخصوص ڪمرا تعمير ٿيل آهن. ان کان علاوه عمارت جي ڇت تي اونهاري ۾ قيام لاءِ خاص قسم جا هوادار ڪمرا به ٺهيل آهن. ڇت تي وڃڻ لاءِ ڪاٺ جون ڏاڪڻيون ٺهيل هيون، جيڪي هن وقت خسته حالي جو شڪار آهن. ٽالپرن جي روايتي

فن تعمير مطابق عمارت سان گڏ هڪ ڪمري ۽ مختصر اڱڻ تي مشتمل هڪ ننڍڙي مسجد واقع آهي، جنهن جي مهاڙيءَ ۾ هڪ گول ونگائو در ۽ پاسن کان به لنگهه ڏنل آهن. هيءَ مسجد چورس آهي. مسجد جي اڳين ديوار جي ٻنهي ڪندن تي 5 کان 6 فوٽ (اندازاً) جا به ننڍا مينار تعمير ٿيل آهن. هوا جي گذر لاءِ مسجد جي باقي ديوارن جي وچ ۾ گول ونگائين در جي نموني ۾ سيمنٽ جون ٺهيل هوادار جاريون لڳل آهن. مسجد جي اڱڻ جي چوڌاري 4 کان 5 فوٽ جي ديوار ڏنل آهي، جنهن جي مٿان دلڪش مخروطي نمونو اڏيل آهي. مسجد ۾ داخل ٿيڻ واري هنڌ هڪ وڏو ڏاڪو ۽ ديوار جي ماپ جيترو لوهي در موجود آهي. 1998ع ڌاري، دلڪش منزل جي اردگرد هڪ ٻي نئين مسجد تعمير ڪرائي وئي، جنهن جو افتتاح ان وقت سکر جي ڪمشنر خالد محمود سومري ڪيو هو. نئين مسجد جي اڏاوت سبب ٽالپر دور ۾ قائم اڳوڻي مسجد جو استعمال گهٽجي ويو آهي.

**دليپ ڪمار ڪوهستاني**: نامور اداڪار دليپ ڪمار ڪوهستاني 8 فيبروري 1985ع تي ٽاٽي بولا خان جي منگلاڻي خاندان ۾ جنم ورتو. پرائمري تعليم ٽاٽي بولا خان مان، مئٽرڪ اڏيرو لال هاءِ اسڪول مان ۽ بي.اي مٽياري ڪاليج مان پاس ڪيائين. دليپ ڪمار کي ننڍي هوندي کان ئي اداڪاريءَ جو شوق هو. جڏهن سنڌي چينل سنڌ ٽي.وي شروع ٿيو، تڏهن کيس مزاحيه ڊرامي 'هر فن مولا' ۾ ڪم ڪرڻ جو موقعو مليو، جنهن جو ڊائريڪٽر عبدالله ملاح هو. ان کانپوءِ مختلف ڊرامن ۾ ننڍا ننڍا ڪردار ڪندو رهيو. 2008ع ۾ سنڌ ٽي.وي سيريل 'ڪاٺل جذبا' ۾ سائيڊ هيرو جو ڪردار ڪيائين، جنهن جو ڊائريڪٽر عقيل قريشي هو. 2008ع ۾ سنڌ ٽي.وي تي کيس ڊائريڪشن جو موقعو مليو، جنهن بعد هن معشوق ڪوڪر جي ڪلام تي ماڊلنگ ۽ ڊائريڪشن ڪئي، جنهن ۾ کيس ڀرپور موٽ ملي. ان بعد 2008ع ۾ عابد نويد 14 آگسٽ جي لانگ پلي ۾ کيس ڪنيو. هن ان ڊرامي تي ڌيان ڏيندي وڏي محنت ڪئي ۽ پنهنجون ڀرپور صلاحيتون ڪتب آنديئين. ان بعد 'هٽ پري' ڊرامي ۾ پڻ اداڪاري ڪيائين، جنهن جو ڊائريڪٽر منظور دانش هو. 2009ع-2010ع ۾ ذاتي مصروفيتن سبب ميڊيا کي الوداع چيائين. پر وري 2011ع ۾ سينئر اداڪار رفيق عيساڻي ڌرتي ٽي.وي تي هلندڙ سيريل 'مافيا' ۾ کيس ڪم ڪرڻ جو موقعو ڏنو. مهراڻ ٽي.وي جي سونگ ڊائريڪٽر مرتضيٰ مجبور به پنهنجي ڊائريڪشن ۾ ڪم ڪرڻ جو موقعو ڏنو. ان بعد مهراڻ ٽي.وي جي ڊائريڪٽر سلطان ساند پنهنجي فلم 'رت جا رشتا' ۾ مين هيرو جو ڪردار ڏنو جنهن کيس شهرت ڏياري. ان بعد هن ادل گبول جي ڊرامن، 'ويساهه'، '36 ڪلاڪ' ۽ امر جليل جي لکيل ڊرامي 'معاوضو' ۽ حيات علي شاهه بخاريءَ جي لکيل سولو پلي 'سوري سڌ ٿيو' ۽ ادل گبول جي 'فائيو ڊيز' ۾ به



ڪم ڪري مڃتا ماڻي آهي. دليپ ڪوهستاني هن وقت مهراڻ ٽي.وي تي هلندڙ ڪيترن ئي ڊرامن ۾ اداڪاري ڪرڻ سان گڏ ڊائريڪشن به ڪري رهيو آهي. کيس بهترين اداڪار طور مشتاق چنگيزي اوارڊ به مليل چڪو آهي، جيڪو بيسٽ سانگ، ماڊلنگ ۽ ڊائريڪشن تي ڏنو ويو هو. جنهن جو فنڪار شمن علي ميرالي ۽ ڪلام جا ٻول 'ڏکن جا پهاڙ' هئا.

**دوارڪا پرساد روچيرام شرما**: مشهور اديب ۽ صحافي دوارڪا پرساد روچيرام شرما جو پٽ هو ۽ دادوءَ جو رهاڪو هو. سنڌس جنم 13 سيپٽمبر 1898ع تي ٿيو. کيس ننڍپڻ کان ئي ادب سان لڳاءُ هو ۽ مطالعي جو بيحد شوق هيس. هن دادو کان 1933ع ۾ 'پرتاب' نالي هڪ سنڌي اخبار جاري ڪئي، جيڪا ڪيترو وقت جاري رهي. هيءَ پنجويهن ڪن ڪتابن جو ليکڪ آهي، جن مان (1) 'سنڌ جو پراچين اتهاس' (1932ع) ۽ (2) 'گيتا رهسيه' (1932ع) قابل ذڪر آهن. هيءَ ورهاڱي بعد ڀارت لڏي ويو ۽ جلد ئي لاڏاڻو ڪري ويو.

**دواسازي** (Pharmacology): انساني تاريخ ۾ ڪنهن به مرض يا زهر جي علاج طور آڳاٽي دؤر ۾ مختلف ٻوٽين کي استعمال ۾ آندو ويو. طب جي علم ۾ جيئن ئي کوجنا جو عمل شروع ٿيو ته انهن ئي جڙي ٻوٽين کي مختلف مرحلن ۽ طريقن مان گذاري دوائون/ مرهم/ ڦڪيون وغيره تيار ڪيون ويون. اهڙي طرح بعد ۾ دواسازي هڪ صنعت جو روپ ورتو. 19 هين صديءَ عيسويءَ کان اڳ صرف اهي ڪيميائي شيون ئي ڪارآمد دوا طور استعمال ڪيون وينديون هيون، جيئن ٻوٽا وغيره. سڀ کان اڳ دوا طور آفيم استعمال ڪيو ويو، جيڪو پست يا ڏوڏيءَ مان حاصل ڪيو ويندو آهي ۽ ٻوٽي جي صورت ۾ پوکيو ويندو آهي. آفيم سور ختم ڪرڻ لاءِ استعمال ڪيو ويندو هو. جنهن کي گهٽي هٽي يونانين ڏني. ان کانپوءِ 16هين صديءَ ۾ جڏهن آمريڪا مقابلي لاءِ مشاهدا شروع ڪيا ته ٻيون به ڪيتريون ئي جڙيون ٻوٽيون دوا طور استعمال ٿيڻ شروع ٿيون. 17هين صديءَ ۾ اولهندي يورپ ۾ ڪئنين (مليريا جي دوا) دريافت ڪئي وئي. 19هين صديءَ جي شروع ۾ آفيم مان مارفين تيار ڪيو ويو، جنهن بعد اها خبر پئي ته آفيم الڪلائين خاصيت رکي ٿو ۽ اتان ئي جديد دواسازي جي شروعات ٿي. ان کانپوءِ ڪيميادان ٻيا الڪلائين ڳولڻ ۾ ڪامياب ويا، جن کي الڪلائيڊ جو نالو ڏنو ويو. 1932ع تائين صرف 32 دوائون ئي تيار ٿي سگهيون، جن جي جڳهه اڄ هزارن دوائن وٺي ڇڏي آهي.

**نين دوائن جو ٺهڻ**: نئين دوائن جي ٺهڻ وارو عمل نهايت ئي ڏکيو ۽ ڊگهو آهي. سڀ کان پهرين جڏهن ٿيوريٽيڪل تحقيق ۽ تجربن کانپوءِ ڪنهن شيءِ کي يا ان جي جز کي ڪنهن بيماريءَ لاءِ مؤثر تجويز ڪيو ويندو آهي ته ان شيءِ مان جيترا به ٿي سگهن متحرڪ (Active Substance) جزا ڪيڏي ليبارٽرين ۾ تيار ڪيا ويندا آهن. ان کانپوءِ ٽن سالن تائين بائلاجيڪل ۽ فارمالاجيڪل ڀري ڪلينڪ آزمائشون ڪيون وينديون آهن. جنهن کانپوءِ ان جا زهريلا اثر ڏسڻ لاءِ مختلف

جانورن تي تجربو ڪيو ويندو آهي. ان مرحلي ڪانپوءِ مختلف ڪيميائي تجربن ذريعي ان شيءِ جي خوبين ۽ نقصانن ٻنهي کي پرکيو ويندو آهي. ان کان علاوه ٻه دوائن کي ٻين ڪيترن ئي مرحلن مان گذرڻو پوندو آهي، جيئن ريڊيو آئسوٽوپ ليبلنگ (Radio Isotop Labeling). هن جي ذريعي جسم ۾ دوا جي حرڪت جو پتو پوندو آهي. ان مرحلي مان ئي اڪثر دوائون اڳتي ناهن وڌنديون، جن کي ناڪام قرار ڏنو ويندو آهي. هن مرحلي ۾ ڪاميابيءَ ڪانپوءِ مرحليوار سڄي ڪارروائي ۽ رپورٽون لکت ۾ ڪنهن مخصوص شخص يا اداري کان چيڪ يا پاس ڪرائبيون آهن. ان بعد ئي بااختيار ادارن کي درخواست موڪلبي آهي ته ان دوا جي ڪلينيڪل آزمائش جي اجازت ڏني وڃي. هن مرحلي ۾ پنج سال يا ڪيترائي سال لڳي سگهندا آهن.

**دوا جي آزمائش لاءِ تجربا:** ڪلينيڪل آزمائش جي اجازت بعد ان دوا کي سڀ کان پهرين ڪنهن تندرست جانور تي آزمايو ويندو آهي، جيئن دوا جو گهٽ کان گهٽ ۽ گهٽ ۾ گهٽ مؤثر مقدار معلوم ڪري سگهجي ۽ ان تي ڪنٽرول به ڪري سگهجي. ان تجربي دوران جاندار تي مختلف مقدارن ۾ ڏيندڙ/ پوندڙ مختلف اثر به نوٽ ڪيا ويندا آهن. انهن سيني مرحلن جي ڪاميابي ڪانپوءِ ئي يقيني آزمائش جي ذريعي مريض تي بيماري خلاف آزمايو ويندو آهي، جنهن ڪانپوءِ دوا جي آخري شڪل چونڊي ويندي آهي. دوا کي آخري شڪل ڏيڻ بعد به ڪيتري ئي عرصي تائين ڪلينيڪل آزمائش جاري رهندي آهي، جنهن ۾ ڏٺو ويندو آهي ته گهڻو عرصو استعمال ڪرڻ سان اها دوا جسم تي ناڪاري/ زهريلا اثر ته نه ٿي ڇڏي يا ان جي استعمال سان ڪينسر يا ٻين بيمارين جي پيدا ٿيڻ جو خطرو ته ناهي. اهڙي قسم جي مختلف مرحلن بعد دوا وڏي پيماني تي تيار ڪرائي ويندي آهي. جنهن بعد اها صحت اختيارين کان رجسٽرڊ ڪرائبي آهي ۽ پوءِ ئي مارڪيٽ ۾ آندي ويندي آهي، جتان پوءِ اها عوام تائين پهچندي آهي.

**دوباغي واري ڪليڪٽر رهائشگاهه:** هيءَ تعميراتي يادگار خيرپور رياست جي زماني جو يادگار آهي. هي عمارت پهرين مسافر خاني طور تعمير ٿي، جنهن کي پوءِ ڪليڪٽر جي عارضي رهائشگاهه لاءِ استعمال ڪيو ويندو هو. هيءَ عمارت تعلقي ڪوٽڏيجي، ضلعي خيرپور ۾ ڳوٺ نور بوزدار جي ويجهو واقع آهي. عمارت بالڪل زبون حاليءَ



جو شڪار آهي. دوباغي جو ڪليڪٽر روزاني علائقي جي سنڀال تي ايندو هو ۽ هتي قيام ڪندو هو ۽ ايريگيشن کاتي جي عملدارن کي هدايتون جاري ڪندو هو. عمارت جي سنڀال نه ٿيڻ سبب هي تعميراتي يادگار گهڻي عرصي کان پنهنجي اهميت وڃائي ويٺو آهي. عمارت رت ۾ پڪسرائين آهي، مهاڙي ۾ ونگن وارا ٽي لنگهه اٿس، اندر ورانڊو ۽ ٻه ڪمرا ٺاهيا ويا هئا. پاسي کان ڇت تي وڃڻ لاءِ ڏاڪڻ ٺاهي وئي هئي، جيڪا هن وقت مڪمل طور ڊهي وئي آهي. عمارت کي پيلي رنگ سان چوني جو ليپو ڏنل آهي. ڇت تي هيٺ ٻنهي ۽ ان ۾ برسات جي پاڻي جي نيڪال لاءِ نيسارا آهن. عمارت هن وقت پنهنجو پراڻو اوج مڪمل طور وڃائي چڪي آهي. اندر توڙي چوڌاري ڊپ وغيره ڦٽي آيا اٿس. مقامي ماڻهن پاران زمين قبضي ۾ ڪري پوک ڪئي وئي آهي. عمارت ڪنهن به قسم جي سرڪاري سنڀال هيٺ ناهي.

**دوداڻي، نرنجن ڊاڪٽر:** ڊاڪٽر نرنجن دوداڻي 1926ع ڌاري لاڙڪاڻي ۾ جنم ورتو. ورهاڱي ڪانپوءِ هو پارٽ هليو ويو. جتان پوءِ آمريڪا ۾ وڃي قيام پذير ٿيو. ڊاڪٽر نرنجن جون سنڌي ٻولي، قوم، ادب جي ترقي ۽ ترويج لاءِ ڪيل ڪاوشون ساراهه جوڳيون آهن. هن پيشي جي حوالي سان Allergy/ Immunology ۾ اسپيشلائيزيشن ڪئي. سندس ادبي ڪم سنڌي ادبي تاريخ ۾ اهميت جو حامل آهي.



سندس ڪتابن ۾: ’ڌرتيءَ جا سپنا‘ (ناول)، ’پتلي‘ (ناول)‘، ’اباڻي اڪير‘ (شاعري)، ’سنڌ جي زينت‘ (ناول)، ’سنڌڙي تنهنجي سينڌ سنواريان‘ (ناول) ۽ ’ڦهنگون‘ (مضمون) شامل آهن. ڊاڪٽر جي لکڻين ۾ ڌرتيءَ کان جدائيءَ جو درد ۽ ان سان محبت جي ڀرپور اپٽار ٿيل آهي. سندس لکڻين مان سنڌ لاءِ محبت ۽ سنڌي قوم سان انسيت جا جذبا حاوي آهن. سندس لکڻيون ڌرتيءَ سان محبت جي علامت آهن. هن سنڌي ثقافت ۽ ٻوليءَ لاءِ به تمام وڏو ڪم ڪيو. هن پرڏيهه ۾ سنڌين جي فروغ لاءِ آمريڪا ۾ ڪيترين ئي ڪانفرنسون ڪرايون ۽ تنظيمن جو بنياد وڌو، جن جو مقصد سنڌي ماڻهن، ٻولي ۽ ادب جو واڌارو ڪرڻ هيو. سندس ناولن ’سنڌڙي جي زينت‘ ۽ ’سنڌڙي تنهنجي سينڌ سنواريان‘ ۾ سنڌ ۽ هند ۾ رهندڙ سنڌين جي مسئلن جي اُپٽار ٿيل آهي. سندس انهن ٻنهي ناولن کي هند ۽ سنڌ ۾ ڪافي مقبوليت ملي. هن ’سنڌي ايسوسيئيشن آف نارٿ آمريڪا‘ ۽ ’سنڌي ايسوسيئيشن آف نيو انگلينڊ‘ جي قيام لاءِ عملي ڪوششون ورتيون ۽ پرڏيهه ۾ ٿيندڙ ڪيترن سنڌي پروگرامن، ڪانفرنسن جو ايڊوائيزر، ڪوآرڊينيٽر رهيو آهي. هو هارورڊ يونيورسٽي جي ’ايشين پوئٽري سيشن‘ جو باني ميمبر رهيو آهي. هن انڊين آرمي ۾ ويهه سال فلائيٽ سرجن طور ۽ پوءِ ڪمانڊر طور ملازمت پڻ ڪئي.

**دولت دار** (اخبار): هفتيوار سنڌي ۽ هندي ٻوليءَ ۾ شايع ٿيندڙ هيءَ اخبار 16 جولاءِ 1920ع کان دولت سنگهه، چمن داس جي ادارت ۾ شڪارپور پرنٽنگ پريس مان ڇپجي پڌري ٿي. هن اخبار جون ٽي سؤ ڪاپيون شايع ٿينديون هيون. اخبار 1921ع تائين شايع ٿيڻ کان پوءِ بند ٿي وئي.

**دي اينٽيڪيوٽيز آف سنڌ** (ڪتاب): سنڌ جي قديم آثارن (Antiquities) تي هي ڪتاب هينري ڪزنس جو لکيل آهي، جيڪو انگريزيءَ ۾ لکيل آهي. هينري ڪزنس آرڪيالاجيڪل سروي آف انڊيا




ويسٽرن سرڪل بمبئيءَ جو سپرنٽينڊنٽ هو. هن 1895ع کان 1910ع تائين سنڌ جي آثارن جي ڳولا ڪئي ۽ انهن کي محفوظ ڪرڻ جو ڪم ڪيو. 1907ع تائين هن هي ڪتاب لکي پورو ڪيو ۽ 1925ع تائين ان ۾ واڌارا سڌارا ڪندو رهيو. جيڪو پهريون پيرو 1929ع ۾ ڪلڪتي ۾ شايع ٿيو. ان ڪتاب جو ٻيو ڇاپو 1975ع ۾ آڪسفورڊ يونيورسٽي پريس پاڪستان ۾ ڇاپيو. ساڳئي ڪتاب جو ٽيون ڇاپو 1998ع ۾ سنڌ ثقافت کاتي سنڌ پاران شايع ٿيو.

'دي اينٽيڪيوٽيز آف سنڌ' سنڌ جي آثار قديمه تي هڪڙو اهم ۽ بنيادي ڪتاب آهي، جنهن ۾ لکت واري مواد سان گڏ فوٽو (پليٽون) ۽ نقشا به ڏنا ويا آهن. هن ڪتاب ۾ آثار قديمه جي حوالي سان جيڪي موضوع کنيا ويا آهن، تن ۾ سنڌو نديءَ ۽ قديم آثار، جنهن ۾ سنڌو درياهه جي اهميت، آبادي، خوشحالي ۽ زرخيزيءَ کان سواءِ هن شاهه درياهه جا وهڪرا پيٽ/رُخ مٽائڻ ۽ شهرن جي آباد ٿيڻ ۽ بربادي‌ءَ جو احوال آهي.

ان ڪانپوءِ سنڌ جي تاريخ جي مختصر خاڪي واري موضوع هيٺ 711ع ۾ عربن جي حملي ڪانپوءِ واري اتهاس جو خاڪو چٽيو ويو آهي، جنهن ۾ سياسي صورتحال سان گڏ جاگرافيائي حالتن ۽ تبديلين کي به موضوع بڻايو ويو آهي. سموري سياسي دؤر کي مختصر پر جامع طور تي لکيو ويو آهي. ان ڪانپوءِ تاريخ کان اڳ جي آثارن ۽ پٿر جي اڻ گهڙيل اوزارن واري موضوع هيٺ پڻ سمورن هٿ آيل هٿيارن ۽ اوزارن متعلق ٻڌايو ويو آهي. جيڪي هن خطي جو سماجي ۽ ثقافتي ورثو رهيا آهن. جنهن ڪانپوءِ برهمڻ آباد، منصوره ۽ محفوظه جي قلعي تي تفصيلي لکيو ويو آهي. ان ڪانسواءِ ونجڙوٽ جي کنڊرن، الور، پنيور، ميرپورخاص جي ٻڌ واري اسٽوپا، ٺلهه ميرڪرڻ، سڌيرن جي ٺلهه، ديبل، ٺٽي، حيدرآباد، سيوهڻ، بکر واري قلعي، سکر، روهڙي، لاڙڪاڻي، خداآباد، ڏکڻ بلوچن جي مقبرن ۽ قبرن، متفرقه آثارن، موهن جي دڙي، ماٿوٽا (متهوٽا) فتح پور هاڪڙي، شاهپور چاڪر جي پراڻن قلعن، ٺٽومبارڪ، بدين پراڻي، رڳهه ڪوٽ، شاهه ڪپور، هالا، مٽياري، ماٽيلي، گهوڙڪي، آمري، ننگرپارڪر، پوڊيسر، ويراواهه، پاري نگر، گوڙي، ڏامراهي، ملو ديري ۽ لانڊي جهڙن قديم شهرن ۽ آثارن کي تفصيلي طور هن ڪتاب ۾ آندو ويو آهي.

هن ڪتاب ۾ سنڌ جي پراڻن سڪن بابت پڻ تفصيلي بحث ڪيو ويو آهي ۽ انهن جي رائج هجڻ ۽ اصليت بابت پڻ وضاحتون ڏنيون ويون آهن. هن ڪتاب ۾ سنڌ جي قديم آثارن، ماڳن مڪانن سان گڏوگڏ مقبرن، عمارت سازيءَ واري فن ۽ خوبصورت عمارتن، سڪن، محلاتن، دڙن ۽ قلعا آثارن، درياهه بادشاهه سميت جملي شين جي فوٽو گرافي شامل ڪئي وئي آهي، جيڪا موضوع ۽ مواد سان گڏوگڏ تمام اهميت واري محسوس ٿئي ٿي. هن ڪتاب جو سنڌي ترجمو 'سنڌ جا قديم آثار' نالي سان سنڌي ادبي بورڊ سال 1998ع ۾ شايع ڪيو. جيڪو عطا محمد ڀنڀري جو ڪيل آهي.

**ديپڪ آشا**: سنڌي ٻولي جي ناليواري ليکڪ، سماج سڌارڪ، فلمساز ۽ موسيقار ديپڪ آشا جو اصل نالو ڌرم ڪمار تولاڻي هو. سندس جنم 26 نومبر 1919ع تي ٽنڊي آدم، سنڌ ۾ ٿيو. هن سنڌي تي



درجا تعليم حاصل ڪئي. ورهاڱي دوران ٻين سنڌي هندو خاندانن وانگر ديپڪ آشا به پنهنجي خاندان سميت هندستان ويو ۽ مستقل طور بمبئي ۾ رهائش اختيار ڪيائين. ورهاڱي سبب هندستان پهچندڙ سنڌي هندن شروعاتي ڏهاڙن ۾ ڪيترين ئي تڪليفون سٺيون. ڪيمپ ۾ رهڻو پيو ۽ پيٽ پالنا لاءِ مزدوري به ڪيائين. ديپڪ آشا به ان وقت ڪئمپ ۾ رهيو، جتي هو سنڌي ڪميونٽيءَ جي ماڻهن جا ڏک سور ونڊيندو هو. مادر وطن سنڌ ڇڏڻ ڪانپوءِ سنڌي ماڻهن جي انتهائي مايوسيءَ واري حالت کي ڏسي ڪين آٿت ڏيندو هو ۽ همت افزائي ڪرڻ سان گڏوگڏ سندن هر قسم جي مدد ڪندو هو. هن سنڌين جي انهيءَ غم ۽ گوندر کي گهٽائڻ لاءِ ڳائيندڙن جي هڪ منڊلي ٺاهي، جنهن ۾ مرد توڙي عورتون شامل هيون. ديپڪ آشا ان منڊلي لاءِ انقلابي ۽ حب الوطنيءَ جا گيت ڪمپوز ڪيا، جيڪي ان وقت بمبئي ۽ آس پاس جي سنڌي مهاجر ڪئمپن ۾ ڳايا ويندا هئا. جنهن ڪري هن انهن ماڻهن ۾ تمام گهڻي مقبوليت حاصل ڪئي. ديپڪ آشا راڳ ۽ موسيقي ۾ پروفيسر رام پنجواڻيءَ سان به سنگت ڪئي ۽ هندستان ۾ جتي جتي به سنڌي هندو رهندا هئا، هن انهن سڀني علائقن جو سفر ڪيو ۽ پنهنجي صوفياڻي ڪلامن جي راڳ ۽ موسيقيءَ جي ذريعي انهن سنڌي ماڻهن جون دليون کٽي ورتائين. هن سنڌي ماڻهن جي دلين ۾ سنڌ سان وڇڙڻ واري صدمي ۽ سندن مشڪلاتن کي دور ڪرڻ جي ڀرپور ڪوشش ڪئي ۽ انهن ۾ نئين سر زندگي جيئڻ جو روح ڦوڪيائين، جنهن ۾ هو ڪامياب ويو. هو نو آبادياتي ڪئمپن ۾ رهيل سنڌي ماڻهن سان

پيش ايندڙ مسئلن جو جائزو وٺندو هو ۽ سندن مسئلا حل ڪرائيندو هو. ان حوالي سان هن سنڌي ٻوليءَ ۾ ’سنڌي سنسار‘ نالي مخزن به جاري ڪئي، جنهن ۾ سنڌي جاتيءَ جي ماڻهن سان پيش ايندڙ واقعن ۽ مسئلن جو ذڪر ڪيو ويندو هو ۽ ان سان گڏوگڏ هن رسالي ذريعي سنڌي ماڻهن کي اتساهڻ جي ڀرپور ڪوشش ڪئي. ديپڪ آشا جو ڪردار نهايت ئي پرڪشش، جاذب ۽ موهيندڙ رهيو. هو اعليٰ ظرف وارو انسان ۽ همدرد هو، جنهن ڪري ماڻهو کيس تمام گهڻو چاهيندا هئا. ديپڪ آشا ڊائريڪٽر ۽ پروڊيوسر به هو. هن فلم انڊسٽري قائم ڪئي، جيڪو ان دؤر ۾ نهايت ئي وڏو ڪم هو. هن هندي ۽ سنڌي ٻنهي ٻولين ۾ فلمون ٺاهيائين، هن ڪيترين ئي سنڌي فلمون ٺاهيون جن جو پس منظر حب الوطني، مذهبي ڪهاڻيون، سماج سڌارڪ ۽ عورتن جي سجاڳي هو. سندس پهرين فلم ’اباڻا‘ مادر وطن سنڌ سان محبت جو مثال آهي، جيڪا 1958ع ۾ رليز ٿي هئي. جنهن بعد ”انصاف ڪٿي آهي“ 1960ع، ’جهولي لعل‘ 1964ع، ’شل ڌيئر نه ڄمن‘ 1969ع ۽ ’اجا ته اٿئي مان ننڍڙي آهيان‘ 1970 ۾ رليز ٿيون. سندس ٺاهيل سنڌي فلمن کي تمام گهڻي موٽ ملي ۽ ڪامياب ويون ۽ اهڙي طرح هندي فلمن جي ڪاميابي بعد هو فلمسازيءَ جي دنيا جو بادشاهه بڻجي ويو. هن هندستان ۾ سنڌي ماڻهن جي ثقافت ۽ ٻوليءَ کي محفوظ ڪرڻ لاءِ تمام وڏو ڪم ڪيو. ديپڪ آشا 28 جولاءِ 1993ع تي پرلوڪ پڌاري ويو.

**دي فرسٽ انگلش ٽو سنڌي ڊڪشنري آف سائنس:** مختلف سائنسي شعبن تي مشتمل هن انگريزي — سنڌي ڊڪشنريءَ کي اي. ڪيو انصاريءَ ۽ ايم. واءِ پنهور ترتيب ڏنو آهي. هن لغت ۾ ايگريڪلچرل ايڪنامڪس، ايگريڪلچرل انجنيئرنگ، ايگريڪلچرل (زراعت)، اينيمل هسبنڊري، بائيو ڪيمسٽري، باٽني، جينيٽڪس، جيومارفالوجي، هارٽيڪلچر، مائيڪرو بائلاجي، فزيالوجي، ويٽرينري سائنس ۽ زولاجي ۾ استعمال ٿيندڙ انگريزي لفظن، اصطلاحن ۽ مخففن جي سنڌي معنيٰ ۽ وضاحت بيان ڪيل آهي. A کان Z تائين هيءَ هڪ جلدي ڊڪشنري ڊبل ڪرائون سائيز ۾ آهي. هن ڊڪشنريءَ جو پهريون ڇاپو 1987ع ۾ ’سنڌ زرعي يونيورسٽي ٽنڊوڄام‘ طرفان شايع ڪيو ويو.

**دين شناسي** (ڪتاب): هي ڪتاب نامور عالم دين، مفسر ۽ خطيب سيد حسين موسويءَ جو لکيل آهي. هن ۾ دين بابت هر معلومات ملي ٿي. ’دين ڇا آهي‘، ’دين جي ضرورت ڪهڙي آهي؟‘ ۽ ’مقصد حيات‘ وغيره جهڙن عنوانن تي ڀرپور روشني وڌي وئي آهي. پيش لفظ ۾ سيد عرفان علي نقوي لکي ٿو ته، ”خدا جي پسنديده دين اسلام جي نظر ۾ ڪامياب ۽ سعادتمند انسان اهو آهي، جنهن جي سوچ غلط نه هجي، عمل ڀلا هجن ۽ عادتون سليون هجن. انسان جي سعادتمندي جو دارو مدار هنن ٽن صفتن (سوچ، عمل ۽ عادت) ۾ بهتري پيدا ڪرڻ ۾ آهي. دين اسلام انسان جي سوچ صحيح ڪرڻ ۽ صحيح رخ تي هلائڻ لاءِ عقيدا مقرر ڪيا آهن.“




ڊيمي سائيز ۾ 50 صفحن تي مشتمل رنگين ٽائيٽل سان هي ڪتاب اصغريه اسٽوڊنٽس آرگنائيزيشن پاڪستان طرفان 2012ع ۾ شايع ٿي چڪو آهي. جنهن قيمت ڪا به نه آهي. ڪتاب ناشر طرفان مفت ۾ تقسيم ڪيو ويو آهي.

**دين محمد ڪنيار** (سماجي شخصيت): سماجي اڳواڻ ۽ صحافي فقير دين محمد ڪنيار 1956ع ۾ ڳوٺ باڪريجي تعلقه ڪپري ضلعي سانگهڙ ۾ جنم ورتو. پنج درجا سنڌي جا ’ڏيلار ملان اسڪول‘ مان پاس ڪيائين. پروڊيڪ پڙهي نه سگهيو.



1970ع واري ڏهاڪي کان صحافت جي شروعات ڪيائين. شروع ۾ ’الفقراءِ‘ سانگهڙ ۽ اُن بعد روزاني عبرت، آفتاب ۽ هفتيوار همدرد ميرپورخاص سان واڳيل رهيو. ون يونٽ خلاف تحريڪ دوران مخدوم طالب المولىٰ سان گڏجي تحريڪ ۾ ڀرپور حصو ورتائين. بعد ۾ پيپلز پارٽيءَ جو ڪارڪن بڻجي، پارٽيءَ جي پليٽ فارم تان سماجي ڪم ڪرڻ لڳو. جناب ذوالفقار علي ڀٽي جي شهادت کان پوءِ جمن دربدر ۽ محمد جمن گجوءَ جي معرفت سن ۾ سائين جي. ايم سيد سان ملاقات ڪري، قومي ڌارا ۾ شريڪ ٿيو. ڪافي سالن بعد سنڌ ترقي پسند پارٽيءَ ۾ شموليت اختيار ڪري، ان جي هاري سنگت سنڌ جو مرڪزي صدر چونڊجي آيو. هاري سنگت جي پليٽ فارم تان چار هزار باندي ٻڌايل هاري آزاد ڪرايائين. غلام حيدر وساڻ معرفت ذوالفقار علي ڀٽي صاحب سان مليو ۽ سينٽرل جيل حيدرآباد ۾ مرحوم شاهنواز جوڻيجي ۽ پير رسول بخش خان ٽالپر سان گڏ قيدي ٿي رهيو. پير صاحب پاڳاري سيد شاهه مردان شاهه ’ثاني‘ سان به ٽي ڀيرا ملاقاتون ڪري، علائقي جي صورتحال تي، خيالن جي ڏي وٺ ڪيائين. سرائيڪي صوبي مومينٽ جي مرڪزي صدر پاران کيس سماجي خدمتن جي مڃتا طور ”وارث شاهه اوارڊ“ مليل آهي. ايس. ٽي. پي طرفان کيس ”حيدر بخش جتوئي اوارڊ“ ڏنو ويو. فقير دين محمد ڪنيار هن وقت ڪپري جي ويجهو ڏيلار شهر لڳ پنهنجي ڳوٺ ۾ رهي ٿو.

**ديوان جعفري** (قلمي): فارسي ٻوليءَ ۾ هي قلمي ديوان قاضي غلام علي جعفري ٺٽوي جي غزلن جو مجموعو آهي 173 صفحن تي مشتمل هي قلمي نسخو مصنف جي هٿ اکرن ۾ لکيل آهي. ديوان جي شروعات هيئن ٿئي ٿي:

’مبارڪ ست دراول مقال نام خدا
تبارڪ الله چه جاه و جلال نام خدا

خوشادلي ڪه شود محوقال نام خدا
دلا خيال مکن چوخيال نام خدا...'

اختتام هيئن ٿئي ٿو:

'يا الهيٰ آرزوکن مستجا بر اين دعا
جعفري هست اين چنين هر دم مرا ورد زبان
يا الهيٰ حرمت دين رسول انس و جان
کن مظفر روم رابر روس منحوس زمان.'



هي قلمي ديوان خط نستعليق ۾ ڪتابت ٿيل آهي ۽ هي قلمي نسخو سنڌي ادبي بورڊ جي قلمي نسخن ۾ محفوظ آهي.

**ديوان ضياء ٺٽوي** (ڪتاب قلمي): هي فارسي ٻوليءَ ۾ ديوان غزليات سنڌ جي نامور شاعر ضياء ٺٽوي جو آهي، جنهن ۾ صرف ضياء ٺٽوي جا فارسي غزل آهن جيڪي اجا تائين شايع نه ٿيا آهن. ديوان جي ڪتابت خود مصنف ضياء ٺٽويءَ ڪئي آهي، پر ڪتابت جو سن ڄاڻايل نه آهي. ديوان هيئن شروع ٿئي ٿو:

'ديوان ضياء ٺٽوي بخط ضيا'





۽ اختتام هيئن ٿوئي:

'... تابه بينم روي توجان از تنم بايد برون'

98 صفحن تي مشتمل هي ديوان خط شڪسته ۽ خط نستعليق ۾ ڪتابت ٿيل آهي. هي قلمي نسخو سنڌي ادبي بورڊ جي قلمي نسخن ۾ محفوظ آهي.

**ديوان عطارد** (ڪتاب): ديوان شيوڪ رام 'عطارد' جي فارسي غزلن جو هي ديوان، پنجاب جي شهر ساهن پال ضلعي منڊي بهاؤ الدين جي رهاڪو، فارسي زبان ۽ ادب جي محقق ڊاڪٽر خضر نوشاهيءَ، احسن ترتيب سان رديف وار ترتيب ڏئي، پنجاب يونيورسٽي اورينٽل ڪاليج لاهور جي فارسي شعبي پاران ڊبل ڪرائون سائيز ۾ 1965ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو آهي. ديوان شيوڪ رام، ڪلهوڙا دؤر حڪومت ۾ مير منشي هو ۽ ٺٽي جو رهاڪو هو. ايترو ته قابل شخص هو جو سندس ڪن معاصر عالمن ڪي ساڻس حسد پيدا ٿي پيو هو. هن جي فارسي ڪلام ۾ جيڪا گهرائي ۽ بلندي آهي، اها سندس فڪري ۽ علمي مقام جي شاهد آهي. هن ديوان ۾ ڊاڪٽر خضر نوشاهيءَ شيوڪ رام 'عطارد' جي زندگيءَ ۽ ڪلام بابت اردوءَ ۾ تفصيلي مقدمو لکيو آهي ۽ تازو هن شيوڪ رام عطارد جو ٻيو ڪتاب 'انشاءِ عطارد' به ترتيب ڏنو آهي.

**ديوان علي ٺٽوي** (قلمي): هي فارسي ٻوليءَ ۾ قلمي ديوان سيد عباس علي بخاري ٺٽويءَ جي غزلن تي مشتمل آهي. ديوان رديف جي لحاظ کان الف- ب ترتيبوار رکيل آهي. سڄو ديوان خط نستعليق ۽



خط شڪسته ۾ ڪتابت ٿيل آهي. هي قلمي ديوان هيئن شروع ٿئي ٿو:

'اي نام نکوئي تو بود درد زبانها
ياد تو بود درهم جا مونس جانها'

ديوان جو اختتام هيئن ٿئي ٿو:

'از غم حشر مدارم بدل خويش خطر
چون مرا امت شهنشاه علي مولا علي'

تمت التمام شر ديوان سيد عباس علي شاه مرحوم بخاري ٺٽوي المتخلص به علي...

63 صفحن تي مشتمل هي قلمي ديوان ٺٽي جي غلام مرتضيٰ رضوي جو ڪتابت ٿيل آهي جيڪو سن 1300ھ/1883ع ۾ لکجي پورو ٿيو. هي قلمي ديوان سنڌي ادبي بورڊ جي قلمي نسخن ۾ محفوظ آهي.

**ديوان مائل** (قلمي): هي بياض مير غلام علي ٺٽوي 'مائل' جي فارسي غزلن جو مجموعو آهي. مير غلام علي مائل محقق، تاريخدان، شاعر ۽ عالم مير علي شير قانع ٺٽوي جو فرزند هو. ديوان ۾ غزل رديف



جي مطابق الف. ب وار ترتيب ۾ رکيل آهن ۽ آخري صفحا گم هجڻ ڪري ديوان ۾ 'ي' جي رديف وارا غزل نه ملي سگهيا آهن. ديوان جي شروعات هيٺين شعر سان ٿئي ٿي:

"اي درهم پنهان وهم از جمله هويدا
پنهان چه هويداست ظهورت همه ها"

ديوان جو آخري شعر هيٺين آهي:

"با مائل حق آنکه زدل مائل حق است
يا شاهه حق مآب دل حق باب ده"

108 صفحن تي هن قلمي ديوان ۾ 232 غزل آهن. نسخو خط نستعليق ۾ ڪتابت ٿيل آهي ۽ سن ڪتابت ۽ ڪاتب جي خبر نٿي پوي. هي قلمي نسخو سنڌي ادبي بورڊ جي قلمي نسخن ۾ محفوظ آهي.

**ديهه ٻيڙي ملي وارا آثار**: هي قديم آثار ڪنهن ڪهني تاريخ جو پراڻو ماڳ معلوم ٿين ٿا. آثار ڳوٺ امام بخش بگهڙ جي پر ۾ ڪوٽ لالو شهر کان اوڀر ۾ ڏهن ڪلوميٽرن جي مفاصلي تي تعلقي فيض گنج،



ضلعي خيرپور ميرس ۾ واقع آهن. هي آثار وڏي ايراضيءَ ۾ ڦهليل آهن. آسپاس ۾ غير آباد زمين اٿن. اهي ڏڙا مٽيءَ جو ملبو ٿيل آهن، جن ڪي برساتن ۽ موسمي حالتن گهڻو نقصان رسايو آهي. هن قديم آثارن جي ماڳ جي ايراضي پنجن ايڪڙن کان به وڌيڪ آهي.

چوڙاري ڏهه فوٽ ويڪري ديوار آهي ۽ وچ تي ڏڙا آهن. هن ماڳ جي کوٽائي اجا ناهي ٿي. ڪنهن به ابتدائي تحقيق نه ٿيڻ ڪري آثارن جي قدامت ۽ قديم انساني آبادي هئڻ يا نه هئڻ بابت گواهيون جمع نه ٿيون آهن. ڏڙن جو معائنو ڪرڻ سان اندازو ٿئي ٿو ته هي پراڻي انساني آبادي جا آثار آهن. ڏڙا زميني سطح کان ڏهه کان پندرنهن فوٽ اتانهان آهن، جن ۾ ديوارن جا نشان واضح ڏسڻ ۾ اچن ٿا. مقامي ماڻهن ڪي مٽاچري تان ڪي وٺون پڻ هٿ آيون، پر آگاهي نه هئڻ سبب ضايع ٿي ويون. مقامي ماڻهن پاران آثارن جي ايراضي ۾ پوکي ڪرڻ لاءِ ڪجهه حصو هموار ڪيو ويو، جنهن ڪري آثارن کي جزوي نقصان پڻ پهتو آهي. آثارن جي قدامت ۽ اصلي حقيقت جانچي لهڻ لاءِ فوري مالڪي ۽ کوٽائي لاءِ سرڪار پاران قدم کڻن جي ضرورت آهي.

**دي هوپفل اڪيڊمي مخزن**: هي ماهي مخزن مئي 1914ع کان شڪارپور جي مشهور تعليمي اداري هوپفل اڪيڊمي (هاڻوڪو گورنمينٽ هاءِ اسڪول نمبر 2) مان شايع ٿيندي هئي. هن مخزن جي ايڊيٽوريل اسٽاف ۾ مسٽر ڪشنچند، جيونداس، راڌا ڪرشن پارو مل ۽ جهامنداس دوارڪا داس پاڻيه شامل هئا. مخزن ٻن ڀاڱن تي مشتمل هوندي هئي. هڪ انگريزي مضمونن جو ڀاڱو جنهن ۾ اسڪول جي ڪارگذاري ۽ استادن توڙي شاگردن جون تحريرون ڇپبيون هيون ۽ ٻيو سنڌي ڀاڱو هوندو هو. انگريزي ڀاڱو 25 صفحن تي ۽ سنڌي ڀاڱو 21 کان 24 صفحن تي مشتمل هوندو هئو. هيءَ مخزن سکر جي مسٽر مولچند ڀاڳچند جي ايڊورس پريس مان ڇپجي مسٽر واڌو مل ويڙهو مل گوڪلاڻي مئنيجر 'هوپفل اڪيڊمي' جي آفيس مان پڌري ٿيندي هئي. مخزن جي قيمت ڇهه آنا هوندي هئي. هي ماهي مخزن تعليمي واداري ۽ سرگرمين لاءِ شايع ٿيندي هئي. هيءَ مخزن شاگردن لاءِ رهنمائي ثابت ٿي ۽ بعد ۾ بند ٿي وئي.



# ڏ

**ڏاريجو، علي ناصر:** سنڌي ۽ اردوءَ جو ممتاز شاعر، ڪهاڻيڪار نجوم، جعفر ۽ رمل جي علمن جو ماهر علي ناصر (محجوب) دادلوءَ تعلقي پني عاقل ۾ سردار علي نواز ڏاريجي جي گهر ۾ 1961ع ڌاري ڄائو. هن تعليم دادلوءِ، پني عاقل ۽ ڪراچيءَ مان حاصل ڪئي. علي ناصر تمام پختو شاعر آهي، خاص طور تي ڪيس مرثيہ، مثنوي ۽ غزل تي خاص دسترس حاصل آهي. هن لطيف جنتريءَ مرتب ڪئي آهي، جنهن کي سنڌ توڙي هند ۾ وڏي پذيرائي حاصل ٿي. هو علم نجوم جو ماهر آهي. سندس اشارا ۽ اڳڪٿيون صحيح ثابت ٿيندا رهيا آهن. علي ناصر مختلف ٽي. وي چئنلن تي روحاني پروگرام به ڪندو رهيو آهي، سندس دوستن جو حلقو بيحد وسيع آهي، سنڌ جي تاريخ ۽ اسلاميات سندس پسنديده موضوع رهيا آهن.

**ڏاريجو، علي نواز خان:** سردار علي نواز خان ڏاريجو، پهرين آگسٽ 1923ع ۾ خانبهادر علي مراد خان ڏاريجي جي گهر ڄائو. ابتدائي تعليم سينٽ پيٽرڪ اسڪول مان ۽ مئٽرڪ بمبئي يونيورسٽيءَ مان ڪيائين. 1946ع ۾ پاڪستان مسلم ليگ جي ٽڪيٽ تي ايم. اين. اي جي چونڊ وڙهيو. اليڪشن کٽڻ کانپوءِ پنهنجي سيٽ سردار علي گوهر خان مهر (اول) لاءِ خالي ڪيائين. هيءُ ڪجهه وقت سکر ڊسٽرڪٽ لوڪلبورڊ جو چيئرمئن به رهيو. 1953ع ۾ سنڌ جو ايم. ايل. اي ٿيو. هن اسيمبليءَ ۾



'سنڌ صرف سنڌين لاءِ' جو نعرو هنيو ۽ 'سنڌي لکو، سنڌي ڳالهايو' جي مهم هلائي، ايتريقدر جو عملي طور تي پنهنجي ٻارن کي انگلش ميڊيم اسڪولن مان ڪڍرائي سنڌي ميڊيم اسڪولن ۾ داخل ڪرايائين. هن جنرل ايوب واري دور ۾ برپا ٿيل صدارتي ريفرينڊم ۾ جنرل محمد ايوب جي مخالفت ڪئي ۽ محترم فاطمہ جناح جو ساٿ ڏنو، جنهن جي نتيجي ۾ جنرل ايوب خان سندس اٺ هزار ايڪڙ زمين 'گرو مور فوڊ پاليسي' تحت ضبط ڪري پنجابي آبادگارن کي الاٽ ڪئي ۽ سندس خانداني اسلحو به ضبط ڪيو.

سردار علي نواز خان ڏاريجو فقير منش، پنجتن جو حبدار ۽ اهل بيت سان انتهائي عقيدت رکندو هو. سندس وقت ۾ دادلوءِ ۾ ٿيندڙ مجلسون ۽ عزاداريءَ جون مجلسون پوري پاڪستان ۾ مشهور هونديون هيون، جنهن ۾ پاڪستان جا چوٽيءَ جا عالم ۽ ذاڪر خطاب ڪندا هئا. غريبن جو هڏ ڏوکي هو مهر ۽ لُنڊ سردارن سان ويجهڙائپ هئس. فيصلن ۾ رياءُ نہ ڪندو هو، انصاف جي تقاضا موجب ڌرين ۾ ٺاهہ ڪرائيندو هو. ملهہ پهلوانن ۽ راڳين جو قدردان رهيو. هن 19 جون 1982ع ۾ وفات ڪئي.

**ڏُرچارو** (گاهہ): هيءُ گاهہ جو هڪ قسم آهي، جيڪو Graminaea خاندان سان تعلق رکي ٿو. هن گاهہ جو نباتاتي نالو Phalaris Murioata آهي. هيءُ آهستي آهستي وڌندڙ گاهہ آهي، جيڪو ڊيگهہ ۾ تقريباً 6 کان 12 انچ جو ۽ ننڍن حفاظتي پنن سان ٿئي ٿو. پنن جي سطحي بجدار ٿئي ٿي ۽ جيڪي هوا ۾ لڏندي سهڻا نظر اچن ٿا. ڏانڊي تي گلن جو ڇڳو معمولي زهريلو (گهٽي مقدار ۾ واپرائڻ وقت صورتحال) ٿيندو آهي. هن گاهہ جي ڏانڊي تي ننڍن ننڍن گلن جو سچو هڪ گل وانگر ڏسجي ٿو جنهن جون پنکڙيون، نوڪيليون ۽ کهريون (ڪانداريل) ٿين ٿيون.

جيمز اي. موري جي ڪتاب Plants and Drugs of Sindh جي صفحي 14 ۾ آيل بيان موجب: هي گاهہ ڪراچي جي ساحلي علائقن ۽ مالابار ۾ جهجهي تعداد ۾ ٿئي ٿو ان ڪري پاڻمرادو ڦٽيل ان گاهہ جي ايراضي ٻڪرين، رڍن توڙي ٻين پالتوجانورن لاءِ چراگاهہ (گاهہ جي ميدان) طور ڪتب ايندي آهي. موجوده وقت ۾ آبادي جي واڌ سبب ۽ ساحلي علائقن ۾ تفريحي جاين جي بناوٽ سبب هن گاهہ جي وڌاءُ ۾ ڪافي گهٽتائي آئي آهي.

**ڏمالي فقير:** ڏمالي فقير پٽ ٽونئر فقير مڱڻهار سنڌ جو نامور ۽ وقت جو وڏو ملوڪ فنڪار هو. هن 1902ع ڌاري آمريءَ لڳ موجوده ضلعي ڄامشوري ۾ جنم ورتو. اڳتي هلي سندس وڏا لڏي اچي مانجهند ۾ ويٺا. ڪوهستان، ڪڇي ۽ هالن ۾ ڪيس هڪ 'سگهڙ فنڪار' طور ڄاتو ويندو هو. هيءُ پرولين ۽ ڏٺ پرولين، ڏيڻ ۽ پيچڻ ۾ وڏي مهارت رکڻ سان گڏ راڳداريءَ جو به وڏو ڄاڻو هو. سنائي سيد ڪيس آخر تائين سنڀاريندا آيا. سائين



جي. ايم. سيد ڪيس سنڌ جي بهترين سگهڙن ۽ فنڪارن ۾ شمار ڪندو هو. هو ست پيڙهيو مڱڻهار هو. سندس وڏن ۾ ترتيب وار ڏماچ فقير، پنجو فقير، سمهابو فقير، ڏمالي فقير ۽ ٽونئر فقير ناميارا سگهڙ ٿي گذريا آهن. ڏمالي فقير ٽي شاديون ڪيون، جن مان ڪيس پٽن ۽ ڌيئرن جو گهڻ اولاد ٿيو. ڏمالي فقير جو هڪ پٽ سنڌ جي نامور لوڪ فنڪار علڻ فقير سڄي سنڌ ۽ دنيا ۾ پنهنجي نرالي راڳ ۽ انداز سبب سڃاتو ويو. سندس ٻيو فرزند رضا علڻ به اڄڪلهه ڳائي ٿو ۽ علڻ فقير کانپوءِ سندس ئي رنگ ۾ ڳائي مشهوري ماڻي اٿس. ڏمالي فقير 1980ع ڌاري مانجهند ۾ وفات ڪئي.



## ڏ

**ڏاهري، عصمت**: ناليواري سماج سڌارڪ ۽ شاعره عصمت ڏاهري 1949ع ڌاري لکنؤ ۾ محمد ايوب خان يوسف زئيءَ جي گهر ۾ جنم ورتو. سندس والدين 1954ع ڌاري لکنؤ مان لڏي نوابشاهه سنڌ ۾ اچي رهيا. هن پنهنجي تعليم نواب شاهه مان حاصل ڪئي. شاگرديءَ واري دور کان ئي تعليمي توڙي سماجي سرگرمين ۾ حصو وٺندي رهي، ڪيس ادبي ۽ سماجي ڪمن ۾ گهري دلچسپي رهي آهي. تعليم پوري ڪرڻ بعد نوابشاهه جي ڊاڪٽر محمد عمر ڏاهريءَ سان شادي ڪيائين. جنهن بعد پنهنجي نالي ۾ يوسف زئي بدران ڏاهري لکڻ شروع ڪيائين. هن سماج ۾ عورتن جي اڻ برابريءَ، وارين حالتن کي ڏسي انهن جي حقن لاءِ جاکوڙڻ شروع ڪيو. 1972ع ڌاري عورتن جي فلاح ۽ بهبود لاءِ ڪم ڪندڙ سماجي تنظيم 'آل پاڪستان وومين ائسوسيئيشن' (اپوا) نوابشاهه جي ميمبر ٿي، ڪجهه عرصي بعد ان تنظيم جي جوائنٽ سيڪريٽري مقرر ٿي. تنظيم ۾ سچائيءَ سان ڪم ڪرڻ سبب اڳتي هلي سيڪريٽري ۽ بعد ۾ صدر به چونڊي وئي. ان ڪانسواءِ عورتن جي حقن لاءِ ڪم ڪندڙ ايجوڪيشنل ويلفيئر سوسائٽي، فيملي ويلفيئر ايسوسيئيشن ۽ ٻين ڪيترين ئي تنظيمن سان پڻ لاڳاپيل آهي. عصمت ڏاهري سماجي ڪارڪن هجڻ سان گڏ بهترين شاعره پڻ آهي، سندس شاعري اڪثر اردو ۾ آهي، جڏهن ته سنڌيءَ ۾ پڻ شاعري ڪئي اٿس. اردوءَ جي مشهور رسالن، اخبار جهان، امن، جنگ، انجام، مشرق ۽ ٻين ڪيترن ئي رسالن ۾ سندس شاعري ڇپيل آهي. ان کان علاوه هن وقت تائين سندس شاعريءَ جا ٽي ڪتاب پڻ ڇپجي چڪا آهن. ڪيس سماجي خدمتن عيوض سنڌ حڪومت طرفان هڪ ٻيرا گولڊ ميڊل پڻ ملي چڪا آهن. عصمت ڏاهري هن وقت نوابشاهه ۾ رهي ٿي.

**ڏاهري، علي نواز**: شاعر ۽ اديب نواز ڏاهريءَ جو پورو نالو علي نواز ولد محمد بچل ڏاهري آهي. هن ٻهرين مارچ 1966ع تي ڳوٺ ڄام ڏاهريءَ ۾ جنم ورتو. سنڌي ادب ۾ ايم.اي آهي. 1983ع کان ادبي دنيا ۾ پير پاتائين. سندس شاعري توڙي نثري لکڻيون ڪيترن رسالن ۽ اخبارن ۾ شايع ٿي چڪيون آهن. سنڌي ادبي سنگت سڪرنڊ جو 1980ع کان ميمبر آهي. عملي زندگيءَ ۾ واپڊا ۾ ملازمت آهي.



ڪيس نوابشاهه ۾ حمل فقير صدسالا جشن جي موقعي تي 'حمل فقير اوارڊ' ملي چڪو آهي. علي نواز ڏاهريءَ جو هڪ شعري مجموعو 'ڪينجهر مٿي چنڊ' 2013ع ۾ ڇپجي چڪو آهي.

**ڏاهري، فياض**: ناميارو شاعر فياض ڏاهريءَ جو اصل نالو غلام حسين ولد روشن علي ڏاهري آهي، هن 5 جنوري 1971ع تي تعلقي ڪنڊياري ضلعي نوشهري فيروز (اڳوڻي نواب شاهه) ۾ درٻيلي ڀرسان ڳوٺ محمد چنل ڏاهريءَ ۾ جنم ورتو. سندس نانو آخوند دين محمد ڏاهري ترجو مشهور حڪيم، سنڌي ۽ فارسيءَ جو بهترين شاعر هو، جنهن جي تربيت هيٺ 'فياض' ڏاهريءَ شاعريءَ جي ابتدا ڪئي. هن مئٽرڪ تائين تعليم درٻيلي مان ورتي، ان بعد گورنمينٽ ڊگري ڪاليج ڪنڊياري مان انٽر پاس ڪري، شاهه عبداللطيف يونيورسٽيءَ خيرپور مان گرئجوئيشن ڪئي. فياض ڏاهريءَ ادبي دنيا ۾ 1989ع کان پير پاتو.هي سنڌي ادبي سنگت درٻيلي شاخ جي بنيادي ميمبرن مان آهي. سندس شاعري مختلف رسالن ۽ اخبارن ۾ شايع ٿيندي رهي ٿي. سندس پهريون شعري مجموعو 'آلا نيڻ بهارن جا' 2006ع ۾ ڪويتا پبليڪيشن حيدرآباد پاران ڇپجي پڌرو ٿيو. جنهن جو مهاڳ قومي ،دانشور ۽ اديب عبدالواحد آريسر لکيو. هن پهرئين مجموعي ئي فياض ڏاهريءَ کي نئين ٽهيءَ جي صف اول جي شاعرن ۾ آڻي بيهاريو. فياض ڏاهريءَ نظم، گيت، غزل ۽ بيت سرجيا آهن. پر سندس نظم وڏيڪ پُراثر ۽ فني حوالي سان پختا آهن. هن هڪ نئين شعري صنف 'دهري' تي به طبع آزمائي ڪئي آهي. 'فياض' ڏاهري 1991ع ڌاري سنڌ پوليس ۾ ملازمت جو آغاز ڪيو ۽ هن وقت انسپيڪٽر طور حيدرآباد ۾ خدمتون سرانجام ڏئي رهيو آهي.



**ڏاهري، قابل**: نامور اديب ۽ صحافي قابل ڏاهري 25 جنوري 1954ع تي شاهپورچاڪر ڀرسان ڳوٺ عمر ڏاهريءَ ۾ عبدالواحد ڏاهريءَ جي گهر ۾ جنم ورتو پرائمري کان مئٽرڪ تائين شاهپورچاڪر ۾ پڙهيو انٽر جي تعليم گورنمينٽ ڪاليج سانگهڙ مان حاصل ڪيائين. ڪاليج ۾ شاگرد يونين جي سرگرمين ۾ ڀرپور نموني حصو وٺي شاگردن جا مسئلا حل ڪرائيندو هو. قابل ڏاهري تقريرن جي مقابلي ۾ حصو وٺي شاهه لطيف اوارڊ، اقبال اوارڊ، سورهيه بادشاهه اوارڊ، ڪافي ڪتاب ۽ ڊائريون بطور انعام حاصل ڪيا. هن جو ننڍي هوندي ئي ادب ڏانهن لاڙو هو. هن بزم گلشن ادب جي پليٽ فارم تان شاهپورچاڪر ۾ ادبي سرگرميون ۽ مختلف ميڙاڪا ڪرايا. هن شاگرديءَ واري زماني کان لکڻ شروع ڪيو ۽ اخبارن ۾ ڪليو سچ لکڻ ڪري ترجي هڪ وڏيري گهر تي پوليس جو ڇاپو هٽائي ڪيس گرفتار ڪرايو ۽ مٿس ڪيس هلائي ڪيس سينٽرل جيل

ڪراچيءَ ۾ رکيو ويو. ڪجهه عرصي بعد ڪورٽ ڪيس باعزت آزاد ڪيو. جنهن بعد حيدرآباد مان باقاعدي صحافت جي شروعات "مهراڻ" اخبار کان ڪيائين. جتي هن حُر تحريڪ بابت ڀرپور مضمون لکيا ۽



ڪافي ڄاڻ مهيا ڪئي ۽ گڏوگڏ هن سنڌ يونيورسٽيءَ ۾ به داخلا ورتي. هو صبح جو يونيورسٽي ويندو هو ۽ شام جو پريس تي ڪم ڪندو هو. اهڙيءَ طرح هن صحافت ۽ سوشالاجي ۾ ايم.اي فرسٽ ڪلاس سيڪنڊ پوزيشن ۾ ڪئي. ان دوران هن "حر تحريڪ جو سماجي جائزو" عنوان هيٺ تحقيقي مقالو پڻ لکيو. هن ڪيترائي مضمون، مقالا، ترجما ۽ اخباري ايڊيٽوريل لکيا، جيڪي پسند ڪيا ويا. صحافت جي دنيا ۾ پاڻ بلڪل بي باڪ رهيو ۽ مظلومن سان وڏي همدردي هوندي هئس بنا ڪنهن لوڀ ۽ لالچ جي هن سنڌ ۽ سنڌي ماڻهن جي خدمت ڪندي زندگي گذاري. هن ڪيترن ئي دوستن سان سهڪار ڪندي ڪين سنڌ يونيورسٽيءَ مان ايم. اي ۽ پي. ايڇ. ڊي ڪرائي. قابل ڏاهري 1990ع ڌاري حيدرآباد مان هفتيوار "سنيهو" پڻ شايع ڪيو. ڪيس مطالعي سان گڏ سٺا ڪتاب گڏ ڪرڻ جو به شوق هوندو هو. قابل ڏاهري 38 سالن جي عمر ۾ گُردن جي بيماريءَ ۾ مبتلا ٿيو. ڪيس ڪراچيءَ جي سول اسپتال ۾ داخل ڪيو ويو. سنڌس حيدرآباد ۽ ڪراچيءَ جي صحافي دوستن ان وقت جي سرڪار کي سندس علاج جي اپيل ڪئي پر پاڻ سرڪاري امداد وٺڻ کان انڪار ڪيائين ۽ پهرين آگسٽ 1992ع تي وفات ڪيائين.

**ڏکن پٺيان سُک** (ڪتاب): هي ڪتاب حڪيم استاد امام بخش مگريي جي لکيل ٻاراڻين ڪهاڻين جو مجموعو آهي. جيڪو سال 1992ع ۾ شايع ٿيو. هن ڪتاب ۾ شامل نصيحت ڀريل ڪهاڻين جو تعداد سورنهن آهي. جن ۾ 'ورائي ڪوشش ڪر'، 'ڪاپي ڪرڻ خراب عادت آهي'، 'وطن لاءِ قرباني'، 'ايمانداري جو انعام'، 'ماءُ جي ممتا' ۽ 'محنت جو ڦل' لاجواب ڪهاڻيون آهن. 52 صفحن تي آڌاريل



هي ٻاراڻو ڪتاب ٻارن توڙي وڏن ۾ يڪسان مقبول ٿيو هي ڪتاب ٻاراڻي ادب ۾ نهايت اهم جڳهه والاري ٿو هن ڪتاب جي قيمت 6 روپيا آهي.

**ڏگو(ديهه)**: تعلقي ڪپري جي هڪ ديهه. جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن.

مير حسن شاهه ۽ رجب چانهيو.

**ڏنگر فقير (ننگر)**: ڏنگر يا ننگر فقير ذات جو مگسي هو. سندس وڏا پنهنجي مرشد سنڌيلي فقير سان هجرت ڪري بکر ۾ رهڻ لڳا، جيڪو ميان آدم شاهه جو مريد ۽ خليفو هو. جتان پوءِ هجرت ڪري ڳاڙهي ۾ سڪونت اختيار ڪيائون، جتي ڏنگر فقير ميان نصير محمد جي خدمتگارن ۾ شامل ٿي ويو. جڏهن ميان نصير محمد فيروز ويراڻ کي ساهتيءَ جو پرڳڻو فتح ڪرڻ جو حڪم ڏنو ته انهي مهم ۾ ڏنگر فقير به فيروز ويراڻ جي فوج ۾ شامل ٿي ويو.

فيروز فقير ويراڻ جڏهن نوشهرو فيروز شهر تعمير ڪرايو، تڏهن ڏنگر فقير مستقل طور اتي رهائش اختيار ڪئي. ميان صاحب ڏنگر فقير جي خدمتن عيوض سندس پٽ حاڪم علي کي سڏوجن واري قلعي جي فوجي ذميواري سونپي. ميان نور محمد جي وقت ۾ حاڪم علي جي پٽ خير محمد فقير (خيرو فقير) نادر شاهي فوج سان مقابلو ڪيو. جڏهن ميان غلام شاهه کي نادر شاهه ايران وٺي ويو، تڏهن خيرو فقير غلام شاهه سان گڏ ويو. خيرو فقير غلام شاهه جي جلاوطني ختم ٿيڻ بعد ان سان گڏ ايران کان موٽي سنڌ آيو پر جلد بيمار ٿي پيو ۽ نوشهري فيروز ۾ وفات ڪئي. ڪيس سندس وصيعت موجب پنهنجي مرشد مراد فقير جي پرسان ميان نور محمد جي قبرستان ۾ دفن ڪيو ويو. ڏنگر فقير جو اولاد دادو شهر لڳ ڳوٺ گل محمد مگسي ۾ رهي ٿو. هن گهراڻي مان ماضي قريب ۾ مولانا عبدالرحيم مگسي، محمد سهراب خان مگسي، قادر بخش خان مگسي ۽ ابوبڪر خان مگسي پنهنجي دور جي مشهور شخصيتن ۾ لکيا وڃن ٿا.

**ڏيپلي تعلقي جي تاريخ** (ڪتاب): ڏيپلي تعلقي جي تاريخ تي مشتمل هن ڪتاب جو ليکڪ محمد عثمان اديب آهي. هن ڪتاب ۾ ڏيپلي تعلقي جو جاگرافيائي جائزو وٺڻ سان گڏ آدمشماري، اتي




ڳالهائجندڙ ٻولين، رهندڙ ذاتين، آبهوا، ڳاهه، ولين، وڻن، جانورن، پٽن، ڍَرن، ترايِن، کوهن، ميلن، اديبن، شاعرن، سگهڙن، تعليمي ادارن، فنڪارن، صحت مرڪزن، رهڻي ڪهڻي، پوشاڪ وغيره بابت مختصر پر جامع معلومات ڏنل آهي. ڪتاب ۾ ليکڪ جي مختلف علمي ادبي پروگرامن ۽ ذاتي محفلن ۾ نڪتل تصويرن جو البم به ڏنو ويو آهي. هيءُ ڪتاب غلام محمد (ميجر) سهيڙيو آهي. سنڌيڪا اڪيڊمي طرفان ڇپرايل ڊيمي سائيز ۾ رنگين ٽائيٽل سان ۽ پڪي بائينڊنگ تي مشتمل هن ڪتاب ۾ 322 صفحا آهن جنهن جي قيمت 200 روپيا ڄاڻايل آهي.

**ڏيڏي بنگلو خيرپور**: هي خيرپور جي ٽالپر حڪمران گهراڻي جو يادگار بنگلو تعلقي ڪوٽڏيجي، ضلعي خيرپورميرس ۾ واقع آهي. هيءُ بنگلو ٻن شاندار عمارتي حصن تي تعمير ٿيل آهي. هي بنگلو مير امام بخش خان

تالپر پنهنجي رهائشگاهه طور تعمير ڪرايو هو، جيڪو پنهنجي وقت جي شاندار تعميرات جو نمونو آهي. بنگلي اندر پاڻيءَ لاءِ کوهه سميت شاهي گهراڻي جي رهائش لاءِ هر طرح جي سهولتن جو انتظام ڪيل هو. تالپرن جي وقت ۾ خيرپور رياست جي حاڪمن جي رهائشگاهه طور



استعمال ٿيندڙ هن بنگلي ۾ پاڪستان ٺهڻ ڪانپوءِ مرداني ۽ زناني اسپتال قائم ڪئي وئي هئي، جيڪا اسپتال 1970ع ۾ نئين عمارت ۾ منتقل ڪئي وئي، جنهن بعد هي بنگلو بند پيل آهي. ڏيدي بنگلي جي عمارت سازي پنهنجي وقت جي يادگار تعميراتي فن جو نادر نمونو آهي، پر بي ڌياني ۽ لاوارثي جي ڪري هيءُ ثقافتي يادگار پڻ ٻين يادگارن جيئن ڍهندو ٿو وڃي.

ڏيدي بنگلي جا ٻه حصا آهن، جيڪي تعميراتي نقشي ۾ هوبهو هڪجهڙا آهن. عمارت کي ڳاڙهو رنگ ڪيل هو، جيڪو هينئر مڪمل طور لهي ويو آهي. عمارت جي ٻنهي حصن کي خلاصو اڱڻ آهي. چوڌيواري ۾ لنگهه لاءِ شاهي گيٽ ٺهيل آهي، جنهن جي طرز تعمير مغليه طرز تعمير جهڙي آهي. لنگهه وارو دروازو ڪاٺ جو آهي، جيڪو شاهي گيٽ ۾ ٺاهيل ونگ ۾ چوڪاٺي سان نصب ٿيل آهي. دروازي جي مهاڙي ۾ ٻنهي پاسن کان پانيل آهن، ديوار تي نمائشي محراب ۽ ٻيڙ ٻنو آهي، جنهن تي ڪرڪٽي بيٺل ڪنگريون آهن.

عمارت جا ٻئي حصا نموني ۾ ساڳيءَ طرز جا آهن، جن مان هڪ حصي جي مرمت سيمينٽ سان ڪرڻ سبب پيڙهه وٽان ان ۾ ڪجهه قدر تبديليون رونما ٿيون آهن. پيڙهه ۾ ڪٿي سنوان ڪيل پٿر استعمال ڪيل آهن. مهاڙيءَ ۾ ونگدار لنگهه ۾ چار ڪاٺ جي چوڪاٺن سان دروازا آهن، جن ۾ داخل ٿيڻ لاءِ پڪين سرن جا ڏاڪا آهن. ڪاٺ جا دروازا گهڙاوٽ ۽ بيهڪ ۾ اعلىٰ ڪاريگري جو نمونو آهن. لنگهه وارن دروازن جي ٻنهي طرفن کان ڪنڊون وڌايل آهن، جن مان ساڄي هڪ تي ڇت تي چڙهڻ لاءِ ڏاڪڻ آهي، جنهن جو لنگهه دروازي کان ٻاهرئين طرف کلي ٿو. عمارت جي مهاڙيءَ ۾ چار پانيل آهن. دروازن جي ٽنهين تي نمائشي ننڍڙا پانيل آهن. مهاڙي ۾ دروازن کان مٿي ديوارن تي نمائشي روشندان ۽ سرن جون ڪناريون ڇڏيون ويون آهن. ٻيڙ ٻني تي

چوڌاري سرن جون جاريون ٺاهي اولوڏنو ويو آهي. ٿوري مفاصلي سان ننڍا ننڍا ٿنڀ ۽ انهن تي عمارتي زيبائش لاءِ نمائشي ننڍا گنبذ آهن. مهاڙي کان ٻنهي پاسي مرڪزي ڇت کان مٿانهيون ڪوٺيون اڏي عمارت کي ماڙيءَ جي شڪل ڏني وئي آهي. ڏيدي بنگلي جو ٻيو حصو رٿ ۾ هوبهو پهرين حصي جهڙو آهي، پر ٻئي حصي تي فقط ڏيڍ ماڙ يعني هڪ هيٺين اڏاوت ۽ مٿي ڇت جي هڪ پاسي اڌ حصي تي ڪمرا ٺاهيل آهن.

بنگلي ۾ هوا جي گذر لاءِ پاسن کان ڇهه ڇهه دريون ۽ مهاڙيءَ ۾ هڪ دري، جڏهن ته مٿان روشندان به ڇڏيل آهن. مينهن جي پاڻي جي نيڪال لاءِ ڇت تي نيسارا آهن. عمارت جي پوين ۽ پاسي واري حصي ۾ به دروازا آهن، پوئين حصي ۾ مهاڙي وارن دروازن جي ساڳي ڊزائين تي ڪاٺ جا پنج دروازا ۽ پاسن کان چار دروازا آهن. پوئين حصي ۾ نصب ڪيل دروازن مٿان روشندان ۽ انهن تي ڪاٺ جا ڇڄا نڪتل آهن. ڏيدي بنگلو پنهنجي فن عمارتسازيءَ ۾ پنهنجو مٽ پاڻ آهي. بنگلي جي پويان واري چوگان ۾ پڪين سرن جو کوهه آهي. بنگلي جي هڪ حصي ۾ شاهي تهه خانو به آهي، جيڪو ٽالپر گهراڻي جي حاڪمن جي وقت انهن جي استعمال ۾ هو.

هيءُ بنگلو تاريخي يادگار هئڻ سان گڏ سنڌ جي تعميراتي فن جو اعلىٰ نمونو آهي. مناسب سنڀال نه ٿيڻ سبب هن وقت شديد خطرن هيٺ آهي. بنگلي جي پيڙهه ڪاڄندي پئي وڃي ۽ مٿين ماڙي جي ديوارن تان گچ جو ليپو پڻ لهڻ لڳو آهي. بنگلو هن وقت بند پيل آهي ۽ ڪنهن به سرڪاري سنڀال يا ورثي طور محفوظ ڪيل ناهي.

**ڏيئا منهنجي ڏيھ جا** (ٻاراڻو ڪتاب): 'بخاري پبليڪيشن' ڪاهي، تعلقي ڪپري، ضلعي سانگهڙ پاران جاري ڪيل ڪتابي سلسلي جو هي پهريون ڪتاب آهي، جنهن کي گرڌاري لال ايچ ڪتريءَ 1982ع ۾ ڇپائي ڪاهي مان پڌرو ڪيو. هن سلسلي جو ٻيو ڪتاب 'غريب شاگرد' جي عنوان سان ساڳئي سال شايع ٿيو. 50 صفحن تي آڌاريل هن ٻاراڻي ڪتاب جي قيمت 3 روپيا آهي.






## ڊ

**ڊاڪٽر بلوچ جا مقالا تاريخ** (ڪتاب): هي ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ جي مقالن ۽ انٽرويوئن تي مشتمل ڪتاب آهي. جنهن ۾ ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ جا مختلف سيمينارن/ ميلن ۾ پڙهيل مقالا ۽ مختلف جنرل تحقيقي مقالا شامل آهن جيڪي ٽماهي مهراڻ، نئين زندگي، ماهوار پيغام، ڪينجهر تحقيقي جرنل، رهبر پبليڪيشن، سانگهڙ جي سرهاڃ، روزاني مهراڻ ۽ سوڪڙي سووينئر تان کنيا ويا آهن.




ڪتاب جو سهيڙيندڙ ڊاڪٽر يعقوب مغل آهي. جنهن مقالن سان گڏ ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ جا چار انٽرويو به شامل ڪيا آهن. ڪتاب جو پيش لفظ ڊاڪٽر يعقوب مغل پاڻ لکيو آهي جڏهن ته پبلشر پاران وارو نوٽ ڊاڪٽر حبيب الله صديقيءَ جو لکيل آهي.

ڪتاب ۾ موجود انٽرويو، ريڊيو پاڪستان جي لائبريري مان حاصل ڪري اُتاري لکيا ويا آهن جيڪي مراد علي مرزا ۽ محمد عثمان منگيءَ ڊاڪٽر بلوچ صاحب کان ورتا آهن. اهي انٽرويو 1958ع ۾ نشر ٿيا هئا.

354 صفحن تي مشتمل چار رنگي ٽائيٽل سان ڊبل ڪرائون سائيز جو هي ڪتاب، ڊاڪٽر اين. اي بلوچ انسٽيٽيوٽ فار هيريٽيج ريسرچ سال 2012ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو جنهن جي قيمت 600 روپيا آهي.

**ڊاڪٽر بلوچ جا مقالا** (ڪتاب): هي ڪتاب پڻ ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ جي مقالن تي مشتمل آهي. جنهن ۾ ڊاڪٽر بلوچ جا مختلف شخصيتن تي لکيل مقالا ۽ علمي، ادبي مضمون شامل آهن. ڪجهه مقالا ۽ مضمون اهڙا به آهن جيڪي ڪن ڪتابن جي مهاڳن طور لکيا ويا هئا.




هن ڪتاب ۾ قاضي قادن جي ڪلام کان وٺندي سلطان باهو جي سرائيڪي بيتن ڪانسواءِ، شاهه صدر الدين، محمد هاشم ٺٽوي، لاڪي ڦلاٽي، پير پٺي ۽ ٻين ڪيترين شخصيتن تي مقالا شامل ٿيل آهن. جن جو تعداد 45 آهي. هي مقالا ڊاڪٽر نبي بخش جي پوٽي محمد ارشد بلوچ سهيڙيا آهن. ڪتاب تعارف محمد ارشد بلوچ لکيو آهي جڏهن ته پبلشر نوٽ ڊاڪٽر حبيب الله صديقيءَ جو لکيل آهي.

407 صفحن تي مشتمل چار رنگي ٽائيٽل سان ڊبل ڪرائون سائيز جو هي ڪتاب، ڊاڪٽر اين. اي بلوچ انسٽيٽيوٽ فار هيريٽيج ريسرچ سال 2012ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو آهي جنهن جي قيمت 600 روپيا آهي.

**ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ (زندگي ۽ خدمتون)** (ڪتاب): هي ڪتاب سنڌ جي نالي واري اسڪالر ۽ محقق ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ جي زندگيءَ جو احوال تي مبني آهي ۽ محمد انس راڄپر لکيو آهي.




ڪتاب جو مهاڳ ليکڪ خود لکيو آهي، جڏهن ته پبلشر نوٽ محمد يعقوب مغل ڊائريڪٽر اين. اي بلوچ انسٽيٽيوٽ آف هيريٽيج ريسرچ لکيو آهي. هن ڪتاب ۾ ڊاڪٽر نبي بخش خان جي خاندان پيدائش تعليم ۽ زندگيءَ جو احوال شامل آهي. ڪتاب ۾ سندس تعليمي ۽ تربيتي دوُر سندس عملي زندگيءَ جو احوال موجود آهي. جنهن ۾ سندس مختلف ادارن ۾ ملازمت ۽ سنڌي ادب ۽ تاريخ لاءِ ڪيل خدمتن جو احوال آهي. هن ڪتاب ۾ 16 باب آهن. جيڪي تعليم ۽ ڪم جي حوالي سان ورهايا ويا آهن.

200 صفحن تي مبني چار رنگي ٽائيٽل وارو هي ڊيمي سائيز ڪتاب ڊاڪٽر اين. اي بلوچ انسٽيٽيوٽ فار هيريٽيج ريسرچ 2012ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو آهي جنهن جي قيمت 200 روپيا آهي.

**ڊاڳا**: هڪ مسلمان سماٽ ذات جو نالو آهي. ملاح ۽ مهاڻا آهن. سجاول ۾ رهن ٿا.

**ڊگهاٽي**: جلباڻي بلوچن جو هڪ پاڙو آهي. هن پاڙي مان سرائي يار محمد خان ولد حمزو خان جلباڻي ڳوٺ ماڙي (سڪرنڊ) وارو هڪ معزز ۽ نامور شخصيت ٿي گذريو آهي.

**ڊومبلي**: ايم. ايل ڊيمز ڪتاب 'دي بلوچ' ۽ م-ڪ پيڪولين ڪتاب 'بلوچ' ۾ لکيو آهي ته بگٽي نهايت ننڍي قوم هئي، ان ۾ ڪجهه ڊومڪين ۽ چاڪرائين پاڻ کي ضم ڪرايو جنهن جي نتيجي ۾ هڪ نئون پاڙو "ڊومبلي" وجود ۾ آيو جن کي بگٽي قبيلي جو پاڙو چون ٿا.

**ڊُومنا**: هندو چمڙن جي ذات آهي جيڪي ٽوريون، چليون ۽ ڇڄ ٺاهين ٿا.

**ڊُونگا**: ٿري هندن جي هڪ ذات آهي. هي اصل ۾ جيسلمير جا پائيا آهن. جن مان راڌا ڪرشنائي هو.

**ڊوهڙ**: ملاح ۽ مهاڻا آهن. ضلعي ٺٽي ۾ رهن ٿا. هنگورجن جي هڪڙي پاڙي جو نالو پڻ 'ڊوهڙ' آهي.

**ڊي گلوبلائزيشن** (Deglobalization): عالمگيريت يا پوِن واد جي ابتڙ استعمال ٿيندڙ هيءَ اصطلاح دنيا جي مختلف رياستن يا عنصرن جي هڪٻئي سان واسطي داريءَ يا سهائتا ۾ گهٽ جي نشاندهي ڪري ٿو جيئن ته عالمگيريت جو عمل معيشت، واپار، ٽيڪنالاجي، سياست،

ثقافت ۽ سماجيات سميت مختلف رخن ۾ ٿيندڙ بين الاقوامي سهڪار کي سگهارو ڪري ٿي. ان جي ابتڙ عدم عالمگيريت گهٽ قدر بين الاقوامي معيشت جي ميدان ۾ ٿيندڙ عدم تعاون تائين محدود آهي. ان سلسلي ۾ 1850ع کان 1914ع ۽ 1950ع کان 2007ع وارن مدن کي نشابر ڪري ٻڌايو وڃي ٿو ته انهن مدن دوران 'پوئ واڳ' عالمي صورتحال ۾ اهم صورت ته اختيار ڪري ورتي، پر انهن مدن دوران به جڏهن جڏهن قومن وچ ۾ واسطيداري جهڪي ٿي ته 'عدم عالمگيريت' واضح ٿي بيني. عام طرح هن اصطلاح کي عالمي واپار دوران وکرن ۽ خدمتن يا درآمد برآمد کي مجموعي قومي آمدنيءَ سان ڀيٽيندي، حاصل ٿيل نقصانڪار اکرن ذريعي يا پورهيتن جي ٻين ملڪن ڏانهن ٿيندڙ هجرت جي انگ ۽ قومي آمدنيءَ جي تناظر ۾ ملڪ يا ان کان ٻاهر ٿيندڙ سڌي سئين سيڙپڪاري ۽ سراسري محصولن وغيره جي منفي ڪاٽي ذريعي جاچيو ويندو آهي. اڪثر ماهرن عدم عالمگيريت جي عمل کي منففي ڄاڻائيندي ٻڌايو آهي ته ان سان عالمي ويجهڙائين ۽ واسطيدارن ۾ گهٽتائي اچي ٿي. معيشيت ۾ بحران جنم وٺن ٿا. بين الاقوامي تڪرارن ۾ اضافو ٿئي ٿو.

**ڊيورنڊ لائين** (Durand line): ڊيورنڊ لائين پاڪستان ۽ افغانستان جي وچ ۾ هڪ تڪراري سرحد جو نالو آهي، جيڪا هڪ اندازي موجب 2252 ڪلوميٽر ۽ (1610ميل) ڊگهي آهي. هن سرحد جي حصن جي حد بندي 1893ع ڌاري برطانوي هندستان جي نمائندي ۽ افغانستان جي امير عبدالرحمان خان جي سربراهيءَ ۾ ٿي ۽ ان کي "ڊيورنڊ لائين ائگريمينٽ" جو نالو ڏنو ويو. ان سرحد تي ڊيورنڊ جو نالو ان وقت برطانيا




جي هندستان ۾ موڪليل پرڏيهي سيڪريٽري مورٽيمر ڊيورنڊ تان رکيو ويو. هڪ صفحي تي لکيل هيءَ ٺهراءُ ستن ننڍن آرٽيڪلن تي مشتمل هو جيڪو ايمر. ايچ ڊيورنڊ ۽ امير عبدالرحمان خان جي وچ ۾ صحيح ٿيو. جنهن ۾ اهو طئه ڪيو ويو ته ٻئي هڪ ٻي ملڪ جي سرحدن جو احترام ڪندا ۽ هڪ ٻئي جي سرحدن ۾ ڪا به غير قانوني مداخلت نه ڪندا. 1894ع ڌاري ٻيهر برطانيا ۽ افغانستان جي گڏيل سرحدي حد بنديءَ جي سروي ڪئي وئي جيڪا 800 ميلن تي پکڙيل هئي. ڊيورنڊ لائين سرحد جي حد بندي ٿيڻ سان ان خطي ۾ وڏي سياسي ڇڪتاڻ شروع ٿي ويئي ۽ هيءَ خطو "Buffer Zone" بڻجي ويو. 'بفر زون' ان خطي کي چئبو آهي، جيڪو ٻن طاقتور ملڪن جي وچ ۾ هجي. اهڙي نموني سان هن خطي ۾ برطانيا، آمريڪا ۽ روس جي سياسي مفادن جي جنگ شروع ٿي وئي، جيڪا اڄ به جاري آهي. هيءَ بي ترتيب حد بندي ڪيل سرحد پختون قبائلي علائقن جي ڪري دنيا جي خطرناڪ جڳهه سمجهي وڃي ٿي.



# ڊ

**ڊاٻ:** ڊاٻَ، راند ڪرڻ جو هڪ ٽول آهي، ڊاٻ ٺڪر، لوهه يا ڪنهن ٻئي ڌاتوءَ جو گول چڪرو ٿيندي آهي، جيڪو ’ٽاپو راند‘ ڪرڻ ۾ ڪم ايندي آهي. پڪين ڦاسائڻ جي ڦاهيءَ کي به ’ڊاٻ‘ چيو ويندو آهي.

**ڊاٻرو:** ڊاٻرو، برتن جو هڪ قسم آهي، ردي پنا ڪُٽي، ان ۾ ڪونئر ۽ ميٽ ملائي هي برتن تيار ڪيو ويندو آهي. ڊاٻرو مٽيءَ مان به ٺاهيو ويندو آهي. ٿري لهجي ۾ ’ڊاٻري‘ کي ’ڊاٻريو‘ چئبو آهي.

**ڊاپڙو** (ديهه): ٿرپارڪر ضلعي جي تعلقي ڏيپلي جي هڪ ديهه جو نالو.

**ڊارڪي** (ديهه): تعلقي ميرپورساڪري ۾ هڪ ديهه جو نالو.

**ڊاڪون:** ڊاڪون، ٽانوَ جو هڪ قسم آهي، هي ڊڪ وارو ٽانوَ آهي، ڊڪ واري ٿالهي يا ٽانوَ کي ’ڊاڪون‘ چيو ويندو آهي.

سنڌيءَ ۾ ڊاڪونءَ جي حوالي سان ڪيترا پهاڪا ۽ اصطلاح جڙيل آهن. جهڙوڪ (1) ’ڊاڪون ئي پڪو‘: (ڪنهن مان ڪم يا فائدي جي اميد نه رهي ته چئبو ڊاڪون ئي پڪو)، (2) ڊاڪونءَ ۾ ڊڪجي اچڻ: سٺو طعام اچڻ يا ڪجهه به نه ملڻ، مثال طور: ڊاڪونءَ ۾ الائجي ڇا ڊڪجي آيو آهي.

**ڊاڪيو:** هي ڪٻٽ جو هڪ قسم آهي، شيشي جو هڪ اهڙو ڪٻٽ جنهن ۾ پيل سامان ظاهر ڏسڻ ۾ اچي، ان کي ’ڊاڪيو‘ چوندا آهن.

**ڊال:** جنگ يا لڙائيءَ وقت تلوار وغيره کان بچاءَ جي هڪ اوزار کي ڊال چئبو آهي، ڊال کي سنڌيءَ ۾ ’سپر‘ ۽ ’ڪيڙي‘ به چئبو آهي.

- ڊال هڪ مڇيءَ جو قسم به آهي، جيڪا بنا ڇلرن جي ٿيندي آهي. ان کي ڪلين وٽان به ڪنڊا ٿيندا آهن، ان جو قد فوٽ ڪن ٿيندو آهي ۽ رنگ جي سفيد ٿيندي آهي.

**ڊاليو:** هي هڪ ڪٻٽ جو قسم آهي، جنهن کي ’سينگار دان‘ به چئبو آهي، ڊاليو اصل ۾ سينگار جي سامان رکڻ لاءِ هڪ شيشائين پيتي هوندي آهي، جنهن کي سنڌيءَ ۾ ’جانئرو‘ به چئبو آهي.

**ڊامراڻ** (ذات): ڊامراڻ، سنڌ ۾ هڪ ذات جو نالو آهي.

**ڊليار رکڻ** (ديهه): تعلقي ڪپري جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هيليان ڳوٺ شامل آهن.

حاجي محمد عمر گجو، فقير دين محمد ڪنيار، مڪنو پيل، رحيم بوزدار، گبول شر، ڪريم داد بوزدار، خميسو بوزدار، محبت بوزدار، عليم بوزدار، احمد فقير درس، ساماٽو گجو، حمزو گجو، تڳو پيل.

**ڊليار عبدالهادي** (ديهه): تعلقي ڪپري جي هڪ ديهه. جنهن ۾ هيليان ڳوٺ شامل آهن.

فقير محمد هنگورجو، حاجي ڊُولهه بوزدار، بچل بوزدار، سوڀو خان بوزدار، فضل محمد بوزدار.

**ڊولو** (لوڪ گيت): هيءُ لوڪ گيت جو هڪ قسم آهي، جيڪو سنڌ جي اترئين ڀاڱي ۾ رائج آهي. شادي مرادي ۽ ٻين خوشين جي موقعن تي هي گيت ڳاتو ويندو آهي. روايت آهي ته هي گيت مشهور عشقيه داستان ’ڊول مارو‘ جي اثرهيٺ اسريو. ’ڊول مارو‘ سنڌ جي ٿر واري ريگستاني علائقي ۽ اوير طرف راجستان جي علائقي جو مشهور عشقيه داستان آهي، جنهن ۾ ’ڊولو‘، سورمي ’مارو‘ جو محبوب آهي. مضمون جي لحاظ کان هي گيت محبت وارن جي سڪ، ملاقات ۽ جذبات جو آئينو آهي. پياري دوست جي ساراهه هن گيت جو مرڪزي مضمون آهي. هي گيت سرائڪي ٻوليءَ ۾ چيل آهي. هن گيت جو نمونو هيٺ ڏجي ٿو:

بزار وڪانديان ريڙهيان، ميڏا ڊول وهيندا ٻيڙيان
پتڻ ملهيسان، جيوين ڊولا...
ڊولا پاردا، ڊولي ڪون سمجهاوين، ڊولا اکين ماردا
بزار وڪاندا تيل وي، تو موٽر تي مين ريل تي
ڏوهين چيزان تکيان، جيون ڊولا

**ڏيڏ:** ڏيڏ هندن ۾ گهٽ ذات وارا موچي ۽ سوچي سڏيا ويندا آهن. ڪين ’چمار‘ به چوندا آهن.



# ذ

**ذاکري درگاهہ**: پير ذاکري جي درگاهہ تعلقي سڪرنڊ ضلعي نوابشاهہ ۾ گهنديا ويجهو ڳوٺ پريل شاهہ ۾ آهي. هن درگاهہ جو بنياد پير روضي ڌڻيءَ رکيو. اهو بزرگ اصل ۾ قادري سلسلي جي پيروي ڪندڙ هو. هيءَ درگاهہ صوفياڻي فڪر جي ترغيب جي نسبت اهميت واري آهي. سيد روضي ڌڻي ڪانپوءِ ان جو فرزند سيد احمد شاهہ درگاهہ جو گادي نشين ٿيو ۽ هينئر ان جو فرزند سيد منير احمد شاهہ گادي نشين آهي.



درگاهہ جي عمارت جديد طرز جي ٺهيل آهي. هن جي مهاڙي ۾ نمائشي وننگن سان ٺهي طاقچن ۾ چوڪائن سان در آهن. طاقچن ۾ دروازن جي مٿان ڪالم ڪڍي، قرآن شريف جون آيتون لکيون ويون آهن. مهاڙيءَ ۾ سمورو جنسار ڪاشيءَ جو ٿيل آهي. پيڙهہ وٽان ڪاشيءَ جون نيريون، وڏي گل واريون سرون لڳل آهن. مهاڙي واري وچئين در جي ٻنهي پاسن کان ٻہ جارا چڙهيا ويا آهن. مهاڙيءَ ۾ هيٺ ٻني تي جنسار واريون جاريون آهن. وچ وارو طاقچو مهاڙيءَ تي تاج ٺاهي ٿو. تاج جي ٻنهي پاسن تي منارا ۽ انهن تي گنبذڙين مٿان نيلون لڳل آهن. درگاهہ جي مهاڙيءَ جي ٻنهي پاسي پيڙهہ کان ٿنڀ آهن، جيڪي مٿي منارا ٺاهين ٿا. هيءَ درگاهہ ڪافي ڪشادي آهي. مهاڙيءَ واري لنگهہ کان اندر اڱڻ ۽ ٻن طرفن توڙي سامهون ٻيا ٻہ هجرا آهن سامهون واري مرڪزي اڏاوت مسجد جي آهي، جنهن جي پاسي ۾ مسافر خاني جي ڪوٺي تعمير ٿيل آهي. درگاهہ جي مرڪزي عمارت جي مهاڙي ٻاهرين لنگهہ جي نموني جي آهي، ڇت تي چار گنبذ آهن، جن تي ابتن ڪوٺي گلن مٿان نيلون رکيل آهن. عمارت جي سامهون ٽنهين تي گنبذي ڇٽي آهي. پاسي ۾ ٽن دروازن سان هجرو آهي، جنهن جو وچ وارو دروازو اڱڻ مان اندر هجري ۾ کلي ٿو. دروازي جي مٿان پٽي تي درگاهہ حضرت سيد محمد شاهہ جيلاني ذاکري لکيل آهي. هجري جي ڇت تي پنج گنبذ رکيا ويا آهن، جن مان وچ وارا ٽي گنبذ ننڍا آهن. درگاهہ جي وچ واري مرڪزي عمارت مسجد آهي، جنهن ۾ نماز پڻ ادا ڪئي ويجي ٿي. طرز تعمير جي لحاظ کان هيءَ درگاهہ جديد طرز عمارت سازيءَ جو بهترين نمونو آهي. درگاهہ، مسجد توڙي اڱڻ ۾ مرمر جي فرش بندي ڪيل آهي. درگاهہ جي عمارت توڙي مسجد تي تمام خوبصورت جنسار ڪيو ويو آهي.

**ذڪريا**: غوشي ذات جي هڪ پاڙي جو نالو آهي. هي مڪران جا رهواسي ذڪري (ذگري) بلوچ آهن، جيڪي سيئي اثنا عشري آهن ۽ امام زمانا حضرت امام محمد مهدي عليہ السلام جي پيروي ڪندا آهن. هن مذهبي فرقي جي زيارت گاهہ مڪران ۾ "ڪوهہ مراد" جي پرسان آهي.

**ذگر مينگل**: جهلاوان پلويءَ جا بروهي آهن. ڪتاب 'بلوچ اور بلوچستان' جي ص 128 تي لکيل آهي تہ "ذگر مينگل" ساتڪ زئي قبيلي جو پاڙو آهي. ڪن ڪتابن ۾ لکيل آهي تہ زرڪ، ڏرڪ ۽ ذڪريا (ذگر) پاڻ ۾ پائرهئا. اُن ذڪريا مان ذگر مينگل آهن.



# ر

**راجا رفيق پنھور**: راجا رفيق ولد محمد صديق پنھور 30 مارچ 1972ع تي ڳوٺ آدم پنھور تعلقي دادوءَ ۾ ڄائو. ابتدائي تعليم پنھنجي ڳوٺ مان حاصل ڪري، وڌيڪ تعليم دادوءَ مان حاصل ڪيائين. ھن



پنھنجي فني سفر جو آغاز 1992ع کان ڪيو. سنڌس پھريون اسٽيج ڊرامو 'ڄٽ جي شادي ڄڄ سان تعدي' ھو، جيڪو ڊسٽرڪٽ ڪائونسل دادوءَ جي پارڪ ۾ پيش ڪيو ويو. راجا رفيق پنھور 1992ع کان اڄ تائين 30 کان وڌيڪ ڪري چڪو آھي، جن ۾ ڄٽ جي شادي ڄڄ سان تعدي، بيروزگار عاشق، مجبور ماڻھو، جاھل انسان، شھيد، نواب خان، ظلم جي نگري، انتقام، پئسي جو ڪمال، مسٽر موالي، يارن سان ڪھڙا ليکا، تو کان ٿيندي ڏار، قيدياڻي، ظالم، پيار تان قربان، انڌو ٿو ڪيڏي اک ٻوٽ، محل جي راڻي، جھوپڙي، نياڻي، سزا پيار جي، عشق عبادت آ، انصاف ڪٿي آ وغيره شامل آھن.

راجا پنھور ھن وقت تائين دادو کان علاوه جوھي، اميناڻي شريف، ٽرڙي جادو شھيد، ڀان سيدآباد ۽ سيوھڻ ۾ پنھنجي فن جو مظاھرو ڪري چڪو آھي. ھن ڪي. ٽي. اين تي 'ماما لالو'، 'ڪڏھن نہ ملنداسين'، 'ڪارو سچ'، ۽ سنڌ ٽي. وي تي ھن 'زندگي' نالي ناٽڪن ۾ ڪم ڪيو آھي. ھن وڊيو فلمن 'شڪست'، 'چڪرباز'، 'دريا پار'، 'حبدار علي' ۽ ٻين ۾ بہ پنھنجو فن پيش ڪيو آھي.

راجا رفيق پنھور سان قلمي ۽ فني خدمتن جي عيوض 1997ع ۾ شاھين الشھباز آرٽ ڪلب دادوءَ طرفان ڊسٽرڪٽ ڪائونسل پارڪ دادوءَ ۾ ھڪ رنگا رنگي شام ملھائي وئي. راجا رفيق پنھور کي ھن فيلڊ ۾ مير قدرت الله پنھور متعارف ڪرايو. ھن فيلڊ ۾ سندس استاد عبدالله ملاح آھي. راجا رفيق پنھور ثقافتي ۽ فني دنيا کان علاوه صحافت سان بہ وابستہ آھي. 1995ع ۾ حيدرآباد مان نڪرندڙ سنڌي شوبز اخبار مھڪ ۽ 'فنڪار لوڳ' سان بہ منسلڪ رھيو ۽ ان اداري بھترين ڪارڪردگيءَ سبب کيس حسن ڪارڪردگيءَ جو تمغو عنايت ڪيو. ھن روزانہ عوامي آواز ڪراچي ۽ روزانہ شام حيدرآباد ۾ بہ ڪالم لکيا آھن. راجا رفيق پنھور جو فنڪار ويلفيئر ايسوسيئيشن ڳوٺ آدم پنھور، سنڌي ادبي سنگت دادو سان بہ تعلق آھي. اھڙيءَ طرح راجا رفيق پنھور پنھنجون ثقافتي ۽ ادبي خدمتون سرانجام ڏيندو رھي ٿو. ان کان علاوه ڪي.ٽي.اين تي بہ ڪردار ادا ڪري رھيو آھي.

**راج ڏاسواڻي**: ھند ۾ سنڌي زبان جي مشھور اديب، ڪھاڻيڪار، فلمساز، اداڪار ۽ ناٽڪ نويس راج ڏاسواڻي عرف راجن چاولا، 22 نومبر



1932ع تي، ڪوئيٽا، بلوچستان ۾ جنم ورتو. ھن جو پيءُ ڏاسواڻي ڪٽنب مان ۽ ماءُ چاولا ڪٽنب مان ھئي. 1935ع ۾ جڏھن ڪوئيٽا ۾ زلزلو آيو ھو تہ ھن جو سمورو ڏاڏاڻو ڪٽنب، ڪريل گھر ھيٺان دٻجي ويو ھو. ڏيڍ سال جو راج، ان رات ناني ۽ نانيءَ وٽ ھوان ڪري بچي ويو. پنھنجيءَ ڏيءَ جي ھن اڪيلي نشانيءَ کي ڇاتيءَ سان لائي، ھو کيس شڪارپور وٺي آيا ۽ کيس پنھنجو پٽ ڪري پاليائون. پنھنجي جيئري ھنن کيس اھا لکا پوڻ ڪانہ ڏني تہ ھو ڪو سندن پٽ نہ، بلڪ ڏوھٽو ھو. سن 1983ع ۾ جڏھن ھو اڃي 51 سالن جو ٿيو، تڏھن وچي کيس ان راز جي ڄاڻ پئي تہ جن کيس ھيڏي لاڏ ڪوڏ سان پاليو، اھي سندس ماءُ پيءُ نہ، بلڪ نانو ناني ھئا ۽ ھو چاولا نہ پر ڏاسواڻي ھو.

راج ڏاسواڻي عرف راجن چاولا، انھن ڪھاڻيڪارن مان آھي، جن ترقي پسند ڌارا جي مقابلي ۾، سنڌي ڪھاڻيءَ کي نئين زمين ۽ نئون ميدان مھيا ڪيو. انھن ڪھاڻيڪارن جي ٽمورتيءَ- موھن ڪلپنا، گنو سامتاڻي ۽ راجن چاولا- ڊسمبر 1960ع کان 'ڪونج' رسالي جي ايڊيٽريءَ جي جوابداري سنڀالي ۽ نئين ڌارا جي ڪھاڻين کي شايع ڪيو.

راجن، پنھنجي قائم ڪيل اداري، 'ساھت مالھا' پاران 1962ع ۾، موھن ڪلپنا جو تنقيد تي ٻڌل تڪراري ڪتاب: "سنڌي اديبن ۾ نظرياتي ڪشمڪش" ڇپائي پڌرو ڪيو. جنھن ۾ موھن ڪلپنا لکي ٿو: "ان وقت مون گُني سامتاڻيءَ سان قسم کنيو ھو تہ اڳيان ھلي اسين سنڌي ادب ۾ نيون ڌارائون پيدا ڪنداسين. جلد ئي ھن قسم نامي ۾ راجن چاولا بہ داخل ٿيو ۽ ان طرح ٽن ڄڻن جي ھن مورچي کي "Three angry young men of Sindhi Literature" جو خطاب عطا ٿيو." راج کي نامور ڪھاڻيڪار ۽ نقاد لکمي کلاڻي، 'ڏمريل شخص' ڪوٺي ٿو.

راج ڏاسواڻي، ھڪ ئي وقت ڪھاڻيڪار، ناول نگار، ناٽڪ نويس، شاعر، فلمساز ۽ اداڪار آھي. ھن جي ناول 'ٻہ ڪنارا ۽ ھڪ فصلن ناٽڪن جي ڪتاب دل جو سھارو' پنھنجي دور ۾ وڏو چوٻولو پيدا ڪيو ھو. سندس ناٽڪن جي ڪتاب جي مھاڳ ۾، پروفيسر منگھا رام ملڪاڻي لکيو آھي تہ: راجن چاولا، گوبند مالھيءَ جي ناٽڪن ۾ ڪم ڪري نہ فقط ڪامياب ائڪٽر ثابت ٿيو آھي، پر اسٽيج جي اندروني ڪاروبار جو چڱو آزمودو پرايو اٿس، جنھن جي گواھي سندس ناٽڪ ڏين ٿا. ڪتاب ۾ شامل چار ناٽڪ جديد ايڪانڪي (One Act Play) جي اصولن تي 'اترن' ٿا.

پوئين صديءَ جي آخر ۾ راج جي شاعريءَ جو ڪتاب 'نامي جا ٽڪرا' ڇپيو، جنھن جي مھاڳ ۾ ڪرشن کٽواڻيءَ لکيو آھي تہ "اڄڪلھہ

جيڪو سنڌي ادب ڇپجي ٿو، ان مان لڳي ٿو ته ساڻنا لاءِ هڪ عمر به ڪافي نه آهي... هي هڪ ڏُور ديس ۾ رهندڙ سنڌيءَ جي اندر جا آواز آهن. جيڪو دور رهندي به ماضيءَ کان جدا نه ٿيو آهي." جڏهن ته لکمي ڪلاڻي لکي ٿو: "لنڊن ۾ جلاوطني جا عذاب سهندي، پنهنجي اندر جو خالي پڻو شاعر کي پنهنجي جيجل سنڌ لاءِ جان نڇاوڻ ڪرڻ جي پريرڻا 'انساهه' ڏئي ٿو.

راج هنديءَ ۾ هڪ فلم 'اسڪي ڪهاني' ناهي جيڪا 1965ع ۾ رليز ٿي بسو ڀتا چاريه جي هدايتڪاريءَ ۾ تيار ٿيل هن آرٽ فلم کي بنگال جرنلسٽ ائسوسيئيشن طرفان ان سال جي بهترين فلم جو اوارڊ مليو. راج ۽ سندس گهرواري گيتا راج، سنڌي ناٽڪن ۾ مکيه ڪردار ادا ڪندا هئا. راج، هري موٽواڻيءَ سان گڏجي 'هوجمالو' فلم ناهي هئي، جنهن جي هيروئن گيتا راج هئي. ڪونج فلمز طرفان تيار ٿيل هن فلم کي ڪافي مالي نقصان به سهڻو پيو. هن فلم کي جاري ڪرڻ ۾ پيش آيل مشڪلاتن جو هري موٽواڻيءَ، پنهنجي آتم ڪٿا 'آخري پنا' ۾ ذڪر ڪيو آهي.

راج ۽ گيتا 1971ع ۾، ڀارت کي الوداع چئي هميشه لاءِ لنڊن ڏانهن لڏي ويا. راج ڪشمڪش جا اهي پهريان سال، سيئرالون (افريقا) ۾ وڃي نوڪري ڪئي. هن طوفاني دور ۾ راج، گيتا ۽ سندن ٻارن هر مصيبت جو مقابلو بهادريءَ سان ڪيو ۽ اهو ڏکيو لڪ ٽپي پار پيا.

راج ۽ گيتا، اڳتي هلي لنڊن ۾ سنڌي، ادبي، ثقافتي ۽ سياسي سرگرمين ۾ نهايت برجستگيءَ سان حصو ورتو. ڪهاڻي، ناول، ناٽڪ، شاعري ۽ فلمون راج جي دلچسپي جو مرڪز رهيا آهن. راج لنڊن ۾ ٻارهين انٽرنيشنل سنڌي سميلين جو 2004ع ۾ چيف ڪوآرڊينيٽر رهي چڪو آهي. هن آل انڊيا پروگروسيو ڪلچر ۾ موومينٽ جي بينر هيٺ هلندڙ سنڌي 'يوٿ ليگ' جي پليٽ فارم تان ڪيترائي ثقافتي پروگرام ڪرايا. هن اسٽيج ۽ ڊرامن جا ڪيترا اسڪرپٽ به لکيا. برطانيا ۾ رهڻ دوران هن هڪ ايڪٽ وارا ڪيترا ڊراما لکيا، جن ۾ 'ڪمپيوٽر زال'، 'ڊاڪٽر ڏوڪلاڻي'، 'دل جو داستان'، وغيره شامل آهن.

لنڊن ۾ راج ۽ گيتا جي پوکيل سنڌيت جو سلو اڄ وڏي وڻ ٿي چڪو آهي. اتي سنڌين جون گڏجاڻيون، صوفياڻيون چونڪيون ۽ ميلا لڳن ٿا. لنڊن جا ٻيا به ڪيترا سنڌي، سنڌيت هن ڪاروان ۾ شامل ٿي ويا آهن. لنڊن جي اڪثر ثقافتي پروگرامن جي روح روان گيت راج هوندي آهي هوءَ سنڌي جا ڪلاس هلائيندي آهي ۽ سنڌي ٻارن کان نرت (ناچ)، سنگيت ۽ ناٽڪ ڪرائيندي آهي. راج ڏاسواڻيءَ جا هيٺيان ڪتاب ڇپيل آهن.
(1) ٻه ڪنارا (ناول)، (2) دل جو سهارو (ناٽڪ)، (3) ٽامي جا ٽڪرا (نثري ٽڪرا 2002ع)، (4) ريشمي ڌاڳا (ڪهاڻيون: 2000ع)، (5) هيمون ڪالاڻي (پنج فصلو ناٽڪ 2010ع)، (6) پڙاڏو پهرين پيار جو (ناول 2013ع)، (7) غريبن جي جهوپڙي (منشي پريمچند جو ترجمو). ان ڪانسواءِ هن جو آتم ڪٿائي ناول 'ويني ورق ورايم' پڻ ڇپائي هيٺ آهي. هن جا سڀ ڪتاب 'ميراج ساهت مالها'، ممبئيءَ ڇپايا آهن.

راج ڏاسواڻي ۽ گيتا راج کي چار ٻار- ٻه پٽ: اُميش ۽ آڪاش ۽ ٻه ڌيئر: انيتا ۽ سُنيتا آهن.

**راڙ** (ديهه): تعلقي کپري جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن.

ڪامل هنگورو، دائم هنگورو، ڪانيو دڙو، ونهيون دڙو، ڳوٺ پڙو مڪان، درگاهه جمعو فقير ٻاڦيهو.

**رامائڻ** (فارسي منظوم ۽ قلمي): هي فارسيءَ ۾ مثنوي اصل ۾ رامائڻ جو منظوم ترجمو آهي جيڪو گرڌارداس جو ڪيل آهي. هي ترجمو مغل شهنشاهه جهانگير جي دور ۾ ٿيو ۽ مترجم مثنوي ان وقت جي حاڪم جهانگير جي نالي ڪئي آهي. هي مثنوي 1036هه/1626ع ۾ لکجي مڪمل ٿي ۽ ان ۾ 5900 بيت آهن. مثنوي جي شروعات هيئن ٿئي ٿي:

"تامو کرد حيران مانند بر خويش
که غير از گل نديده اه در پيش"

مثنوي جو اختتام هيئن ٿئي ٿو:

"... تمت تمام شد کارمن نظام شد
نسخته رامائن عرف شاهنامه
راجا رام چندر جيو تصنيف به گردهر
داس کاتب بهت ناگر ساکن دهلي و
اين رقمزده کلک حقير هيچمندان اضعف
العباد اودهو داس بتاريخ 1816ع..."

هي قلمي نسخو خط نستعليق ۾ اوڌو داس پٽ ناڪر داس جو ڪتابت ٿيل آهي، جيڪو سنڌي ادبي بورڊ جي قلمي نسخن ۾ محفوظ آهي.

**راهوجو، شير محمد**: ضلعي دادو جو معروف عوام دوست ڪامورو مرحوم شير محمد راهوجو ولد غلام قادر راهوجو تعلقي خيرپور ناٿن شاهه جي ڳوٺ راهوجا ۾ پهرين ڊسمبر 1912ع تي ڄائو. هن ابتدائي



تعليم گوزي مان 1922ع ۾ ورتي. ميٽرڪ 1927ع ۾ ٽلوڪ چند چنگومل هاءِ اسڪول ميهڙ مان پاس ڪئي. انٽر 1929ع تي بمبئي يونيورسٽيءَ ۾، بي.اي (آنرز) 1931ع ۾ ساڳئي يونيورسٽيءَ مان ڪئي. بي.سي.ايس/ٽي.سي جا 5 سالہ ڪورس به هن بمبئي يونيورسٽيءَ مان پاس ڪيا. شير محمد راهوجي ملازمت جي شروعات سنڌ مدرسہ اسڪول ڪراچيءَ ۾ 27 آگسٽ 1945ع تي اسسٽنٽ ماستر سان ڪئي. جڳ مشهور دانشور ۽ ڏاهو محمد ابراهيم جويو سندس ساٿي رهيو، جيڪو ساڻس ساڳئي ڪمري ۾ گڏ رهندو هو نامور سياستدان رسول بخش پليجو سندس شاگرد رهيو. 11 فيبروري 1952ع تي هن جي بدلي لاڙڪاڻي ۾ گورنمينٽ هاءِ اسڪول ۾ ڪئي وئي، جتي هو 5 سال استاد رهيو. 1954ع ۾ هن کي ترقي ڏيئي ڊسٽرڪٽ انسپيڪٽر آف

اسڪولس (D.I.S) مقرر ڪيو ويو. هن کي پهرين شڪارپور ۾ پوءِ نواب شاهه، لاڙڪاڻي ۽ دادو ضلعن ۾ ترتيبوار مقرر ڪيو ويو.

شير محمد راهوجو انسان دوست، علم پرور ۽ غريب نواز هڪ سنڌي ڪامورو هو. هن D.I.S جي حيثيت ۾ ڪافي نوجوان استاد ڀرتي ڪيا. ان کان علاوه سنڌ جي پٺتي پيل شهرن خاص ڪري ٻهراڙيءَ وارن علائقن ۾ اسڪول ۽ ڪاليج کولرايا. غريب ماڻهن جي ٻارڙن جي تعليم لاءِ وظيفا مقرر ڪرايا ۽ گڏوگڏ انهن جي رهائش، کاڌي پيتي جا انتظام پڻ ڪرايا. هن هڪ ٻيو اهم نيڪيءَ جو ڪم ڪيو جو هن دادوءَ جي غريب آباد پاڙي ۾ پنهنجي کيسي مان خرچ ڪري هڪ پلاٽ ورتو، جنهن تي هن هڪ خيراتي اسڪول کوليو، جنهن ۾ غريب، بي پهچ ۽ لاوارث ٻارڙن کي تعليم ڏيڻ جو اهتمام ڪيائين. انهيءَ اسڪول جي عمارت جي ٺهرائڻ جو خرچ وغيره به هن پنهنجي گهران برداشت ڪيو. 1973ع کان پوءِ هن اسڪول کي گورنمينٽ جي تحويل ۾ ورتو ويو. هينئر اهو اسڪول گورنمينٽ پرائمري مين اسڪول غريب آباد دادو جي نالي سان به ڪم ڪري رهيو آهي. ان کان علاوه دادو شهر ۾ گورنمينٽ گرلز ڪاليج کولرائڻ ۽ ان کي هلائڻ لاءِ ليڊي ٽيچر ڀرتي ڪرائڻ ۾ شير محمد راهوجي جون اهم ڪوششون شامل هيون.

شير محمد راهوجي ٻه شاديون ڪيون. پهرين گهرواريءَ مان هڪ فرزند-جميل احمد راهوجو، حبيب بئنڪ ۾ وائيس پريزيڊنٽ هو، جيڪو 2010ع ۾ وفات ڪري ويو. ٻيو فرزند- خليل احمد راهوجو S.R.T.C ۾ سپروائيزر هو. ان کانپوءِ هو فيملي پلاننگ ۾ ڊسٽرڪٽ پلاننگ آفيسر ٿيو. بعد ۾ نوڪري ڇڏي زمينداري ڪرڻ لڳو. ٻي گهرواري مان خليق احمد راهوجو چيف انجنيئر سول ايوي ايشن اٿارٽي آهي. شير محمد جي پنجن نياڻين مان هڪ نياڻي صفيه راهوجو ڪهاڻيڪار هئي، جنهن جو هڪ ڪهاڻين جو مجموعو به ڇپيل آهي. شير محمد راهوجو 30 ڊسمبر 1982ع تي لاڏاڻو ڪري ويو. کيس ڳوٺ حاجي لعل بخش راهوجي جي قبرستان ۾ دفنايو ويو.

**راهوجو، محمد صالح**: محمد صالح ولد محمد پناهه راهوجو 1939ع تي ڳوٺ راهوجا تعلقي خيرپورناٿن شاهه ۾ ڄائو. هن ابتدائي تعليم گوزي مان 1951ع ۾ حاصل ڪئي ۽ مئٽرڪ گورنمينٽ ميونسپل هاءِ اسڪول لاڙڪاڻي مان 1956ع ۾ پاس ڪئي. غربت سبب هو وڌيڪ تعليم حاصل نه ڪري سگهيو.



محمد صالح راهوجي عملي زندگيءَ جي شروعات 1962ع تي تعليم کاتي ۾ ڪلارڪي سان ڪئي. سندس مقرري لاڙڪاڻي ۾ ٿي. هن 1973ع ۾ دوستن سان ڪلارڪ ايسوسيئيشن جو بنياد رکيو ۽ ان جو هو پهريون جنرل سيڪريٽري چونڊيو ويو. هن کي 1980-1981ع ۾ سنڌ سيڪريٽريٽ ۾ پلاننگ اينڊ مانيٽرنگ سيل ۾ آفيس سپرنٽينڊنٽ مقرر ڪيو ويو. ڪجهه وقت ڪانپوءِ سندس هوشياريءَ ۽ قابليت تي هن کي اسسٽنٽ ڊائريڪٽر مقرر ڪيو ويو. سندس ئي ڏينهن ۾ مانيٽرنگ سيل قائم ٿيو. هو انتهائي قابل، ذهين، فرض شناس ۽ محنتي آفيسر ثابت ٿيو. سندس ڏينهن ۾ سنڌ اسيمبليءَ ۾ ورلڊ بئنڪ طرفان جيڪي اجلاس ٿيندا هئا، هيءُ اتي بريفنگ ڏيندو هو ۽ اجلاس جي ڪارروائي لکت ۾ تيار ڪندو هو. 1979ع ۾ هن تعلقي خيرپورناٿن شاهه مان لڏي اچي جام شورو ڦاٽڪ پرسان رهائش اختيار ڪئي. جڏهن سنڌ ميوزيم حيدرآباد جو قيام عمل ۾ آيو ته ظفر ڪاظميءَ هن کي تعليم کاتي مان ٽن سالن (1980ع-1978ع) لاءِ ڊيپوٽيشن تي اسسٽنٽ ڊائريڪٽر طور مقرر ڪرايو، جتي سنڌ جي ثقافت سهيڙڻ لاءِ هن ٿر سميت ٻين ڏورانهن علائقن ۾ وڃي ڪافي نوادرات هٿ ڪري انهن کي سنڌ ميوزيم ۾ محفوظ ڪرايو.

هو 1983ع ۾ ايم. آر. ڊي واري تحريڪ ۾ گرفتاري ڏنل قيدي ڪارڪنن جي مالي مدد به ڪندو هو. عوامي تحريڪ جي سيني محاذن جون گڏجاڻيون به سندس جام شوري ڦاٽڪ واريءَ جاءِ تي اڪثر ٿينديون هيون. هن ڪراچيءَ ۾ سنڌي ٻوليءَ ۾ تعليم ۽ اُن جي ترقيءَ لاءِ اسڪولن ۾ سنڌي لئنگئيج ٽيچر ڀرتي ڪرايا، ته جيئن سنڌي نوجوان ڪراچيءَ ۾ به پنهنجي ٻوليءَ جي خدمت ڪري سگهن. هن جي ڪوشش ۽ رات ڏينهن جي محنتن سان 1985ع ۾ محمد خان جوڻيجي جي 'پنج نُڪاتي' پروگرام هيٺ 'محلا اينڊ ماسڪ اسڪول جو پراجيڪٽ' جوڙيو ويو، جنهن سان نه رڳو سنڌ جي ڏورانهن ۽ پوئتي پيل علائقن ۾ هزارين مسجد اسڪول کليا بلڪ هزارين بي روزگارن کي نوڪريون به مليون.

محمد صالح راهوجو 1994ع ۾ رٽائر ٿيو. رٽائرمينٽ کانپوءِ ورلڊ بئنڪ وارن هن کي ٻن سالن لاءِ ايجوڪيشن سيل ۾ ڪنسلٽنٽ ڪري رکيو، جتي هن پنهنجي اعلىٰ ڪارڪردگي ۽ ذهانت جو مظاهرو ڪندي وڏي نيڪ نامي ڪمائي. هو شهيد فاضل راهو ۽ ڪامريڊ حيدر بخش جتوئيءَ جي شخصيتن ۽ عملي جدوجهدن کان گهڻو متاثر هو. هو اڪثر ڪچهرين ۾ انهن ٻنهي شخصيتن جي سياسي ۽ سماجي پهلوئن جو ذڪر ڪندو هو. محمد صالح راهوجو 15 جنوري 1997ع تي وفات ڪري ويو. سندس آخري آرام گاهه سنڌ يونيورسٽي ڪالونيءَ جي قبرستان ۾ آهي. هن پنهنجي پويان 2 نياڻيون 5 فرزند وارث ڇڏيا.

**ربنواز مهراڻي واري مسجد**: هيءَ قديم مسجد ڳوٺ ربنواز مهراڻي، مهاڙيءَ جي پٽ، تعلقي ٺري ميرواهه، ضلعي خيرپورميرس ۾ واقع آهي. مسجد ٽالپر دور حڪومت جو تعميراتي يادگار آهي. ڪچيون سرون ۽ جيڪا گچ گارو استعمال ڪري ٺاهي وئي آهي. مٿان چوني جو ليپو ڏنو ويو اٿس. ڳوٺاڻن پاران وقت سر مسجد جي مرمت ٿيڻ سميت

عمارتي حصا پڻ وڌائي تعمير ڪيا ويا آهن. چوڌاري ڪليل ميدان اٿس. اڱڻ ۾ مسجد جي احاطي ۾ گهٽي ايراضي هئي پر هڻيئر مقامي ماڻهن اها رهائش هيٺ آڻي ڇڏي آهي.



اڱڻ کي ننڍي ديوار ڏنل آهي، جنهن ۾ سيمنٽ جي فرشبندي ڪئي وئي آهي. مهاڙيءَ نئين تعمير ڪري مسجد جو احاطو وڌايو ويو آهي. جديد طرز تعمير جي نموني تي مهاڙي وارو حصو تعمير ڪيو ويو آهي، جنهن ۾ ونگائين لنگهه ۾ چوڪائي سان ڪاٺ جو دروزاو. ٻنهي پاسن ڪان نمائشي چاريدار دريون ۽ ٻيڙ- ٻني تي سيمنٽ جي چارين جو اولو ٻڌو ويو آهي. مهاڙيءَ کي سيني وصفين خوبصورت ڪرڻ لاءِ بي پناهه رنگ روغن ڪيو ويو آهي. ٻنهي پاسن ڪان ٿنڀ آهن. جيڪي مينار ناهين ٿا. وچ تي پڻ تاج مٿان ننڍا مِنار ڪڙا ڪيا ويا آهن. مسجد جو اصلوڪو حجرو اڄ سوڌو صحيح سلامت بيٺو آهي، جنهن جي مرمت مقامي ڳوناٽا ڪرائيندا رهن ٿا. ڇت گاري سان ليپيل آهي. اُن ڪنڊي ڳچ تي وڏو گول گنبذ رکيو ويو آهي، جنهن تي ابتي ڪوٺي جي گل سان نيل لڳل آهي. مسجد جي پراڻي تعمير ۾ چئني ڪنڊن تي ننڍا ٿنڀڙا ۽ انهن تي نمائشي گنبذ آهن. هيءَ مسجد قديم ۽ جديد طرز تعمير جو سنگم آهي. مسجد هيئنر سوڌو نماز لاءِ استعمال هيٺ آهي.

**رڄ ۾ رابيل:** هي ڪهاڻين جو مجموعو ناميارِي ڪهاڻيڪار اخلاق انصاريءَ جي تخليق آهي. هن ڪتاب ۾ سندس 16 ڪهاڻيون شامل آهن. ڪتاب جو مهاڳ طارق عالم ابڙي لکيو. جنهن سندس ڪهاڻين جي فني خوبين کي تفصيل سان بيان ڪيو آهي. هن مجموعي جو سُرِ ورق ناميارِي آرٽسٽ خدا بخش ابڙي جو ڊزائين ڪيل آهي. ليڪ هن ڪتاب جي ارپنا سنڌ يونيورسٽيءَ جي انٽرنيشنل هاسٽل جي ڪمري 49 جي نالي ڪيل آهي! جتي اخلاق انصاري جا پائر اشتياق انصاري ۽ اسحاق انصاري بہ رهي چڪا هئا ۽ جتي اديبن ۽ شاعرن جي اچ وڃ رهندي هئي.




هي ڪتاب مارئي ڪتاب گهر سکر پاران پوپٽ پرنٽنگ پريس خيرپور مان ڇپائي 1987ع ۾ پڌرو ڪيو ويو.

**رحمت الله پيرزادو** (اول): رحمت الله پيرزادو (اول) ولد عبدالعظيم 1910ع ڌاري ڳوٺ فيڊر (شيخن جي ڳوٺ)، تعلقي ڏوڪري ضلعي لاڙڪاڻي ۾ پيدا ٿيو. ڪجهه وقت رائيس ريسرچ انسٽيٽيوٽ ڏوڪريءَ ۾ نوڪري ڪيائين ۽ پوءِ پنهنجي مرشد خواجه محمدالزمان لنواري شريف جي خدمت ۾ رهيو. شادي ڪرڻ ڪانپوءِ موٽي ڳوٺ ۾ سڪونت اختيار ڪيائين. سندس غزل گو شاعريءَ ڪانسواءِ مرشد جي شان ۾ قصيدي جي شاعري جام ٿيل آهي، سندس ڪتاب 'قصائد پاڪ' جي عنوان سان سنڌ ادبي اڪيڊمي، ڪراچيءَ ڇاپي پڌرو ڪيو. هن 1951ع ۾ وفات ڪئي. سندس آخري آرام گاهه ڳوٺ حاجي لعل بخش شيخ ۾ آهي. ناليوارو مزاحمتي شاعر مير محمد پيرزادو سندس پٽ آهي.

**رسالة السيد عبداللطيف بٽائي رح** (ڪتاب): ڊاڪٽر فضل رحيم سومري ولد حڪيم محمد امين سومري سنڌ جي سدا حيات صوفي شاعر شاهه عبداللطيف ڀٽائيءَ جي رسالي جو عربي ٻوليءَ ۾ ترجمو ڪيو هو.

هن شاهه جي رسالي جو عربيءَ ۾ ترجمو ڪري عربي پڙهندڙن کي شاهه جي آفاقي ڪلام ۽ اعلىٰ مقام کان روشناس ڪرايو. هن ترجمي ڪانپوءِ عرب دنيا کي اعلىٰ مرتبي واري جو شاعر شاهه لطيف جي آگاهي ٿي، سندس ترجمي ڪيل 'شاهه جي رسالي' جو محدود ڪاپيون شايع ٿيون. هن وقت هي رسالو اڻلڀ آهي. هن رسالي جو 8 اپريل 1986ع تي اگهوٽي وفاقي وزير دفاع مير علي احمد خان ٽالپر افتتاح ڪيو هو.

**رسالہ نمونہ خوش نويسي** (قلمي): هي فارسي ٻوليءَ ۾ قلمي ڪتاب فن خطاطي بابت تفصيلي معلومات مهيا ڪري ٿو هن ۾ خطاطي جي تاريخ ۽ مختلف خطن جي احوال کان سواءِ انهن جي لکڻ جو



طريقو پڻ ڏنل آهن، گڏوگڏ قلم تراشڻ، مختلف رنگن جي مس ٺاهن جا طريقا پڻ ڏنل آهن ۽ آخر ۾ مختلف خطن جا نمونا طور طغرا پڻ ڏنل آهن. ڪتاب جي شروعات هيئن ٿئي ٿي:

"وبہ بسم الله الرحمٰن الرحيم نستعين
وبہ الحول والقوة سايش بيقياس خواهہ
راڪہ عقول در ادراڪ حقيقت ذات او
حيران احاطت ڪند معرفت او..."

۽ اختتام هيئن ٿئي ٿو:

... "والسلام عليه و عليٰ آله الطيبين الطاهرين ورحمة الله وبركاته حرره العبده حقير ابن محمد رضا محمد جعفر شيرازي."

هي قلمي نسخو محمد جعفر شيرازيءَ جو تصنيف ڪيل آهي ۽ ڪتابت به انهيءَ جي ٿيل آهي. ڪتاب 209 صفحن تي مشتمل آهي جيڪو سنڌي ادبي بورڊ جي قلمي نسخن ۾ محفوظ آهي.

**رشيد آخوند**: سينيئر وڪيل ۽ سنڌي ٻوليءَ ۾ سائنس فڪشن جي باني ڪهاڻيڪار رشيد آخوند جو پورو نالو رشيد احمد ولد عبدالله آخوند آهي. هن جا وڏا نئين جا آخوند هئا ۽ سالن کان وٺي درس تدريس جو ڪم ڪندا هئا. اوڻيهين صديءَ جي آخر ۾ اُهي ڪراچي لڏي آيا. ابتدا ۾ اولڊ ٽائون، کارادر ڪوارٽرس ۾ اچي رهيا، جڏهن ته رشيد آخوند جو خاندان هن وقت ڪلفٽن، ڪراچيءَ ۾ رهائش پذير آهي.



رشيد آخوند، ڪراچيءَ ۾ 16 اپريل 1935ع تي جنم ورتو.

هن پرائمريءَ کان ثانويءَ تائين اين. جي. وي هاءِ اسڪول ڪراچيءَ ۾ تعليم حاصل ڪئي ۽ 1951ع ڌاري ڪراچي يونيورسٽيءَ مان مئٽرڪ ڪئي. ان عرصي دوران سنڌ جو سڄاڻ شاعر تنوير عباسي سندس هم ڪلاسي رهيو. هن بي. اي ۾ انگريزي ۽ فلسفي جا مضمون کنيا ۽ اڳتي هلي ايل. ايل. بي جو امتحان پاس ڪري 1961ع کان وڪالت جي پيشي سان لاڳاپجي ويو ۽ ڪمرشل ۽ قانوني ميدان ۾ هاءِ ڪورٽ ۽ سپريم ڪورٽ جو سينيئر وڪيل آهي. ياد رهي ته سنڌ جي نامياري قانوندان اي. ڪي. بروهيءَ کان پوءِ آئيني وڪالت ۾ رشيد آخوند جو نالو سنڌ جي نامور قانوندانن ۾ شمار ٿئي ٿو.

جڏهن رشيد آخوند اين. جي. وي هاءِ اسڪول ۾ مئٽرڪ جو شاگرد هو، تڏهن تنوير عباسيءَ جي رفاقت ۾ هن جو ادب ڏانهن لاڙو ٿيو.

اين. جي. وي هاءِ اسڪول جي هڪ حصي ۾ سنڌي ادبي بورڊ جو دفتر هو، جنهن جو سيڪريٽري محمد ابراهيم جويو هو ۽ سراج ميمڻ اُن وقت اسسٽنٽ سيڪريٽريءَ طور سندس ماتحتيءَ ۾ ڪم ڪري رهيو هو. اِن ريت رشيد آخوند جي محمد ابراهيم جويي ۽ سراج سان واقفيت ٿي.

ان ئي دور (1953- 1954ع) ۾ نورالدين سرڪي ۽ احسان بدويءَ، سنڌي ادبي سنگت کي ورهاڱي کان پوءِ ٻيهر سرگرم ڪيو، جنهن جي گڏجاڻين ۾ محمد ابراهيم جويو، سراج ميمڻ، غلام رباني آگرو، نور الدين سرڪي، ڊاڪٽر تنوير عباسي ۽ رشيد آخوند وغيره شريڪ ٿيندا هئا، جيئن ته هن جو ابتدا کان وٺي ترقي پسند ادب ڏانهن لاڙو هو ان ڪري هن، افسانن ۾ زندگيءَ سان وابسته مسئلن کي اهميت ڏني.

وڪالت کان اڳ ۽ وڪالت ڪانپوءِ رشيد آخوند 18 کن افسانا لکيا، جن کي سنڌي افسانوي تاريخ ۾ تمام وڏي اهميت ملي. سندس اهم افسانن ۾ 'ڪارو هَسو'، 'اُڪراڻ'، 'ڊونگ'، 'ڌرتيءَ جا ٻارڙا'، 'ساپيا يا سپنو'، 'مونٽنڊ چولي' ۽ 'ستارن جا سيلاني' وغيره اچي وڃن ٿا.

'ستارن جا سيلاني' سندس سائنس فڪشن تي مشتمل ڪهاڻي آهي، ۽ هن ڪهاڻيءَ جي نسبت سان رشيد آخوند کي سنڌ جو پهريون سائنس فڪشن ليکڪ ليکيو وڃي ٿو. نامور اديب تاج بلوچ، رشيد آخوند جي افسانن جو پهريون مجموعو 'سڄڻ، سک ۽ سُور' نالي سان رابيل پبليڪيشن ڪراچيءَ پاران 76-1975ع ڌاري ڇپائي پڌرو ڪيو هو، جنهن ۾ رشيد آخوند جا 9 افسانا شامل هئا.

رشيد آخوند ابتدا کان وٺي ترقي پسند خيالن جو رهيو. هو سڀ کان پهرين ڪارل مارڪس کان متاثر ٿيو ۽ هن سوشلسٽ خيالن وارن اديبن جو اثر قبول ڪيو. هن همعصرن سان گڏجي ونيونٽ خلاف جدوجهد ۾ به حصو ورتو. هو جيئن ته فلسفي جو به شاگرد رهيو هو، ان ڪري سندس زندگيءَ تي برٽرينڊ رسل جو وڏو اثر رهيو آهي، جنهن چيو هو ته، "مذهب کي دنياوي ڳالهين کان جدا رکڻ گهرجي." ان ڪري رشيد آخوند هميشه سيڪيولرزم ۾ يقين رکيو ۽ مذهب ڏانهن سندس ڪنهن به قسم جو لاڙو نه رهيو. ٻاهرين دنيا جي ڪهاڻيڪارن ۾ سندس پسند جا ليکڪ سمرسيٽ ماهم، اوهينري ۽ موپاسان رهيا ۽ هو خاص ڪري موپاسان کي عظيم ڪهاڻيڪار تسليم ڪري ٿو. سنڌي ليکڪن ۾ محمد ابراهيم جويي جي شخصيت کان وڌيڪ متاثر رهيو آهي.. هن جي پسند جا سنڌي ڪهاڻيڪار- جمال ابڙو ۽ نسيم کرل هئا، جڏهن ته شاعريءَ ۾ هُو شيخ اياز، تنوير عباسي ۽ امداد حسينيءَ کي پسند ڪري ٿو.

رشيد آخوند انگريزيءَ ۾ هڪ ڪتاب Candid Aphorism (شفاف چوٽيون) لکيو، جنهن ۾ هن پنهنجي زندگيءَ جا تجربا ڏنا آهن. هن زندگيءَ کي ڪيئن ڏٺو، ڪيئن سَٺو، دنيا جا رنگ ڪهڙا آهن، ۽ انسان ڪيئن ٿين ٿا وغيره موضوع سندس ڪتاب ۾ بيان ٿيل آهن. رشيد آخوند جي هن ڪتاب جي مطالعي مان ڄاڻ پوي ٿي ته ڪيس انسان ۾ خاميون وڌيڪ ۽ چڱايون گهٽ نظر آيون آهن.

رشيد آخوند کي ٽن پٽن جو اولاد آهي، جن مان وڏو رائف آخوند بزنيس مئن آهي، جڏهن ته سندس ٻه پٽ رضوان آخوند ۽ رابيل آخوند بئريسٽر آهن.

رشيد آخوند هن وقت به سينيئر وڪيل طور هاءِ ڪورٽ ۽ سپريم ڪورٽ ۾ ڪمرشل ۽ قانوني ميدان ۾ پريڪٽس ڪري رهيو آهي.

**رعنا شفيق**: ڪهاڻيڪار. رعنا شفيق صديقي، برک اديب ۽ محقق، محمد حنيف صديقيءَ جي نياڻي آهي. جنهن شڪارپور ۾ 6 جولاءِ 1953ع تي جنم ورتو. سندس والده حليم بروهيءَ جي ڀيڻ آهي. هن ابتدائي تعليم حيدرآباد مان حاصل ڪئي، جنهن کان پوءِ هن نذرت ڪاليج مان گرئجوئيشن ۽ سنڌ يونيورسٽيءَ ڄام شوري مان لائبريري سائنس ۾ ماسٽرس ڪئي.



رعنا شفيق مڙس سان گڏ

رعنا شفيق کي پيءُ ۽ ماءُ جي طرفان مليل ادبي پس منظر سندس لڳاءِ ابتدا کان وٺي ادب سان رهيو. هن ڪهاڻين لکڻ سان شروعات ڪئي، سندس پهرين ڪهاڻي ’Identity‘ سان 1977ع ۾ ماهوار ’هلچل‘ ۾ ڇپي ۽ ڪهاڻين جي چٽاڀيٽيءَ ۾ نمبر کنيائين. سندس ڪيترين ڪهاڻيون ٽماهي ’مهراڻ‘ ۾ به ڇپيون. ’سنڌي ساهت‘ ڪتابي سلسلي ’5‘ ۾ سندس ڇپيل ڪهاڻي ’انٽرويو‘ ڪافي مقبول ٿي. هن جي ڪهاڻين جو هڪ مجموعو ’پولار‘ آگر پبليڪيشن حيدرآباد ڇاپيو هو. جنهن کي سنڌالاجي پهريون انعام ڏنو هو.

هن وقت هوءَ آمريڪا جي منروري اسٽيٽ جي شهر ليڪ سينٽ لوئس ۾ رهي ٿي. سندس شادي پنهنجي سوٽ شفيق صديقي سان ٿيل آهي.

**رقعات غلامي** (قلمي): هي قلمي بياض آخوند غلام محمد تخلص ’غلامي‘ جو لکيل آهي، جنهن جو موضوع انشاءَ پردازي آهي. هن ۾ خط لکڻ جا طريقا ۽ ان کانپوءِ 51 خط مختلف نمونن جا سمجهاڻ لاءِ ڏنل آهن. ڪتاب موضوع جي لحاظ کان بهترين آهي، ڪتاب جي شروعات هيئن ٿئي ٿي:



”بعون ايزد و بياوري سلطان ابد اين نسخه به يد غلام محمد در تاريخ ششم ماه ربيع الآخر 1311هه تمام شد جهت ياد آوري نوشته شد...“

۽ اختتام هيئن ٿو ٿئي:

”... هر آنچه از خدا خواستم زاين قياس
خدا داد برداده كردم سپاس“

61 صفحن تي مشتمل هي قلمي نسخو خود مصنف غلام محمد غلاميءَ جو ڪتابت ڪيل آهي، جيڪو خط شڪسته ۽ خط نستعليق ۾ ڪتابت ٿيل آهي. هي قلمي نسخو سنڌي ادبي بورڊ جي قلمي نسخن ۾ محفوظ آهي.

**رقعات قاضي عبدالرسول وجان محمد منشي**: هي قلمي نسخو قاضي عبدالرسول ۽ قاضي جان محمد سيوستانيءَ جي خطن تي مشتمل آهي، جنهن جي مرتب جي خبر نٿي پوي. هي نسخو اعجاز الحق قدوسي سنڌ يونيورسٽي لائبريري واري نسخي تان نقل ڪيو. سنڌ يونيورسٽي وارو نسخو نامڪمل هو. هن ۾ مختلف عالمن، فاضلن ۽ حڪيمن جا خط آهن. ڪتاب جي شروعات هيئن ٿئي ٿي:



”عالي حضرت سمو مرتبت قدوه افاضلا نام، اسوه اكابر كران دقيقه شناس حقائق معاني حديقه پيراي بهارستان.....“

۽ اختتام هيئن ٿئي ٿو:

”كتبه اعجاز الحق قدوسي از نسخه قاضي عبدالرسول وجان محمد سيوستاني المتوفي 1171هه- تاريخ نقل مورخه 19 مارچ 1956ع....“

هي قلمي نسخو خط نستعليق ۾ ڪتابت ٿيل آهي، جنهن جا 624 صفحا آهن ۽ هي قلمي مسودو سنڌي ادبي بورڊ جي قلمي مسودن ۾ محفوظ آهي.

**رقعات ماني نگار** (قلمي): هي قلمي نسخو سلطاني مل خبرت جو تصنيف ڪيل آهي، جيڪو انشاءِ پردازي جي فن جي سکيا بابت لکيل آهي. ڪتاب جي شروع ۾ مقدمي کانپوءِ 40 خط ۽ آخر ۾ هڪ تفصيلي باب خط لکڻ جي فن تي آهي. ڪتاب جي شروعات هيئن ٿئي ٿي:

”بعد از حمد و ثناي بي ريا انشاءِ پرداز كائنات راسزد كه عبارات رنگين صور عجيب رقم...“

۽ اختتام هيئن ٿو ٿئي:

”... تمت تمام شدکار من نظام شد
ششم ماه جماد الثاني 1144ھ...“



29 صفحن تي مشتمل هي قلمي نسخو خط شڪسته ۾ ڪتابت ٿيل آهي، اڏ ڪتاب ڪشنداس جو ۽ اڏ ڪتاب مانون جو ڪتابت ٿيل آهي. هي قلمي نسخو سنڌي ادبي بورڊ جي قلمي نسخن ۾ محفوظ آهي.

**رند، هوت خان:** هوت خان رند ميان نصير محمد جي اهم صلاحڪارن ۽ سردارن مان هو. ميان سان ٽرجي سفر ۾ گڏ هو. ٽر ڪان موٽندي رستي ۾ وفات ڪيائين. ڪيس نوابشاهه تعلقي جي سهيلي ڳوٺ ۾ دفنايو ويو.

**رنگا رنگي گيت** (ٻاراڻي شاعري/ڪتاب): هي ڪتاب ٻاراڻي شاعريءَ جو مجموعو آهي، جنهن جو مصنف غلام محمد ’غازي‘ آهي هن ڪتاب ۾ ضياءَ شاهه، اختر درگاهي، ضراب حيدر، مشتاق بخاري، اعجاز قادر مهرجا، غلام محمد غازي جي شاعريءَ تي ويچار به شامل آهن. ’رنگا رنگي گيت‘ ۾ حمد، نعت ڪانسواءِ ٻارن لاءِ خوبصورت شاعري آهي.




ٻٽيهن صفحن تي مشتمل رنگين ڪتاب سنڌي ادبي بورڊ 2006ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو آهي، ڪتاب ڪرائون سائيز جو آهي، جنهن جي قيمت 50 روپيا آهي.

**روضة الشهداءَ** (قلمي): هي قلمي نسخو مير مراد علي خان ٽالپر جي پٽ شهزادي مير يار محمد خان (فريٿر نامه جي مصنف) جو 1274ھ/ 1857ع ۾ ڪتابت ڪرايل آهي. هي ڪتاب ملا حسين الواعظ ڪاشفي جو تصنيف ڪيل آهي. ڪتاب ۾ ڪل ڏهه باب آهن جنهن ۾ حضرت محمد مصطفىٰ صلي الله عليه وآله وسلم کان وٺي ڪربلا جي واقعي تائين تفصيلي احوال موجود آهي. ڪتاب جي شروعات هيئن ٿئي ٿي:

”اي شربت درد تو دوائي دل ما
آشوب بلائي تو عطائي دل ما
از نامہ حمد تو شفائي دل ما
وازنامہ حبيب تو صفائي دل ما...“

۽ اختتام هيئن ٿو ٿئي:

”...تمام شد بحسب فرمود مير صاحب والا تبار صاحب مروت ذوالاقتدار مير صاحب مير يار محمد خان ٽالپر پور مرحوم مغفور جنت آشيان عليہ الرحمة والرضوان مير ميان مراد علي خان ٽالپر حاڪم ملڪ سنڌ...“



154 صفحن تي مشتمل هي قلمي نسخو جهازي سائيز ۾ خط نستعليق ۾ ڪتابت ٿيل آهي. هي قلمي نسخو سنڌي ادبي بورڊ جي قلمي نسخن ۾ محفوظ آهي.

**روم جي راڻي** (ڪتاب): هن اسلامي تاريخي ناول جو مصنف محمد عثمان ميمڻ ڏيپلائي آهي، هي ناول ڏيپلائي صاحب پهريون ڀيرو 1944ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو هو ۽ ان جو ٻيو ڇاپو جولاءِ 1980ع ۾ ڇپيو جڏهن ته هي ٽيون ڇاپو اپريل 2013ع مهراڻ اڪيڊمي شڪارپور ڇپائي پڌرو ڪيو آهي.




ڪتاب ’روم جي راڻي‘ ڏيپلائي صاحب جي اسلامي ناولن جي سلسلي جي هڪ ڪڙي آهي. ڏيپلائي صاحب جو ان زماني ۾ هن قسم جي ناولن لکڻ جو مقصد اهو هو ته سنڌ جا ماڻهو شاندار اسلامي روايتن ۽ ماضي جي ڪارنامن

کان واقف ٿين. هي ناول ڏيپلائي صاحب جي اسلامي تاريخي ناولن، سنگدل شهزادي، گلستان حسن، آخري اميد ۽ ناز نين ثمرنا کانپوءِ هي پنجون ناول هو جنهن ۾ دلچسپ طريقي سان مسلمانن جي بهادرانه ڪارنامن جو ذڪر ڪيو ويو هو. ڊيمي سائيز جي 69 صفحن تي مشتمل هن ناول جي قيمت 60 روپيا آهي.

**روهيل جو لک**: هي لک ضلعي دادو ۾ کيرٿر جبل ۾ آهي. هن لک جو نالو مڪاني ماڻهو 'لورهه' ڪري وٺندا آهن. هيءُ لک جيتوڻيڪ تمام سوڙهو ۽ اڻانگو آهي، پر ان هوندي به هين لکن جي پيٽ ۾ گهٽو پراڻو ۽ آباد رهيو آهي. هيءُ لک ان هنڌ آهي، جتي نئين گاج کيرٿر جبل کي ڪپي، ڪوري، ڪٽي، پنهنجو رستو گهڙيو آهي ۽ وڏي گوڙ گهمسان سان سنڌ ۾ داخل ٿئي ٿي. اتي نئن هڪ وڏو ويڪرو ۽ اونهو کُنڀ به ٺاهيو آهي، جنهن کي تک جو کنڀ سڏين ٿا. هڪ لک نئن گاج جي بنگلن کان اٽڪل ارڙهن ميل اولهه ۾ آهي. هن لک رستي واپاري ۽ تهذيبي قافلا، سنڌ مان هلي بلوچستان جي شهرن وڊ (Wad) ۽ نال (Nal)، تائين ايندا ويندا هئا. هن رستي سان جيڪي به پراڻا ماڳ مليا آهن، انهن مان جيڪو نکرائو حاصل ٿيو آهي، سو آمري-نال تهذيبي ورثو سڏيو وڃي ٿو. برساتن ۾ هن لک کان اچ وڃ گهٽو ڪري بند ٿي ويندي آهي، جو نئن جو وهڪرو تمام تيز ۽ تمام گهٽو خطرناڪ هوندو آهي.

**رئوف عباسي**: سنڌ جي ناليواري ڪهاڻيڪار ۽ ڪالم نگار رئوف عباسيءَ جو پورو نالو عبدالرئوف ولد عبدالغفار عباسي آهي. سندس جنم 04 مئي 1968ع تي لاڙڪاڻي شهر ۾ ٿيو 1978ع ۾ هن ابتدائي



تعليم خيرشاهه بخاري جي پرائمري اسڪول مان، مئٽرڪ 1983ع ۾ گورنمينٽ پراونشلائيزڊ هاءِ اسڪول لاڙڪاڻي مان، انٽر 1986ع ۾ گورنمينٽ هاءِ اسڪول لاڙڪاڻي مان، بي. اي 1988ع ۾ گورنمينٽ ڊگري ڪاليج لاڙڪاڻي مان، ايم. اي 1990ع ۾ سچل سرمست ڊگري ڪاليج لاڙڪاڻي مان، ۽ بي. ايڊ (99-1989ع) ۾ گورنمينٽ ڪاليج فار ايجوڪيشن لاڙڪاڻي مان ڪئي. هن لکڻ جي شروعات 1985ع ڌاري ڪئي. سندس پهرين ڪهاڻي 'خالي هٿ' نالي سان 1988ع ۾ پندرهن روزه عبرت مئگزين ۾ شايع ٿي. جنهن بعد ڪهاڻيون، ڪالم وغيره باقاعده لکڻ شروع ڪيائين. سندس ڪيترين ئي ڪهاڻيون سنڌي رسالن ۽ اخبارن ۾ شايع ٿينديون رهن ٿيون. هيءُ 1986ع کان سنڌي ادبي سنگت شاخ لاڙڪاڻي جو ميمبر آهي ۽ شاخ جي مختلف عهدن تي پڻ رهيو آهي. سندس ڪالم روزاني عوامي آواز ۽ هلال پاڪستان ۾ هفتيوار ڇپبا رهيا آهن. هن ڪيترين ئي ڪهاڻيون ٻاهرين ادب مان ترجمو پڻ ڪيون آهن.

سندس ڪهاڻين جو هڪ ڪتاب 'بي ساهو خواب' 2004ع ۾ شايع ٿيو جڏهن ته ٻيو ڪهاڻين جو مجموعو 'جنم جنم جلا وطن' ڇپائيءَ جي آخري مرحلي ۾ آهي. ڪيس مڃتا طور سنڌي ادبي سنگت شاخ قنبر پاران 'بهترين ڪهاڻي اوارڊ' ۽ دعوه اڪيڊمي اسلام آباد طرفان مضمون نويسي مقابلي ۾ اوارڊ ملي چڪا آهن. هيءُ هن وقت لاڙڪاڻي ۾ رهائش پذير آهي.

**ريدار، يارو فقير**: يارو فقير ميان نصير محمد جي رڍن ۽ ٻين گهريلو جانورن جي سنڀال ڪندو هو. جيئن ته ڪاڇي جو علائقو جابلو آهي، برسات جي موسم ۾ سڄو علائقو آباد ٿي ويندو هو، جنهن ڪري هي وڏي چراگاهه ۾ تبديل ٿي ويندو هو. ٻڪريون، رڍون، اٺ، گهوڙا ۽ ڍڳائو مال هن علائقي جو قيمتي سرمايو سمجهيا ويندا هئا. ڪيرمکڻ، جانورن جون کلون، هڏا ۽ انهن مان ٺهندڙ شيون درآمد جو اهم ذريعو هئا، ان ڪري جابلو علائقي جا ماڻهو ميان صاحب کي رڍون، ٻڪريون ۽ ٻيا قيمتي جانور ڏل طور ڏيندا هئا. ساڻس ملاقات وقت اهي جانورن نذراني يا تحفي طور پيش ڪندا هئا، انهن جانورن ۾ اڪثريت رڍن جي هوندي هئي، جيڪي هزارن جي تعداد ۾ گڏ ٿي وينديون هيون، ان ڪري يارو ريدار تي اها ذميواري رکي وئي هئي ته انهن جانورن جي حفاظت ڪري ۽ انهن جي گاهه وغيره جو بندوبست ڪري ۽ جانور وڪرو ڪري حڪومت کي فنڊ مهيا ڪري. ان کانسواءِ ميان جي مريدن ۽ فوجي قبيلن جي اجتماعن ۽ جنگي مهم دوران کاڌي لاءِ انهن جانورن جو گوشت مهيا ڪري. يارو ريدار پنهنجي اها ذميواري خوش اسلوبيءَ سان سرانجام ڏيندو هو. سندس فرض ادائگي جي ڪري ڪيس ريدار سڏيو ويندو هو. سندس مزار سيوي جمالي جي ڳوٺ کان اولهه طرف اٺن ڏهن ميلن جي فاصلي تي جبل ۾ آهي، جنهن جبل کي 'ياري وارو ڏاٽ' سڏيو وڃي ٿو مزار تي ڳچ ۽ چيروليءَ سان مقبرو تعمير ٿيل آهي.



